# اِنسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا

## جلد پنجون

(د - ذ)




چيف ايڊيٽر ۽ نگران اعليٰ

**پروفيسر ڊاڪٽر فهميده حسين**



**سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ**





# سورهه سنڌي ادب




## صاحب خان "سورهه" ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# اِنسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا

جلد پنجون

(د - ذ)

چيف ايڊيٽر ۽ نگرانِ اعليٰ

**پروفيسر ڊاڪٽر فهميده حسين**



سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ.

2012ع

Soorih Mirani

سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي اشاعتي سلسلي جو ڪتاب نمبر- 193

سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جا سڀ حق ۽ واسطا قائم


| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد پنجون |
| ڇاپو پهريون: | سيپٽمبر، 2012ع |
| ڇپيندڙ: | پاڪيزه پرنٽرس حيدرآباد، سنڌ |
| ڇپائيندڙ: | سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ |
| تعداد: | 2000 |
| مُلهہ: | -/1600 روپيا |

انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جو جلد پنجون، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي سيڪريٽري،
تاج جويي، اداري جي آفيس، حيدرآباد سنڌ مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

**Catalogue Reference**

Encyclopaedia Sindhiana: Vol: 5
Sindhi Language Authority,
Hyderabad, Sindh, Pakistan

**ISBN: 978-969-9098-87-1**

**Encyclopaedia Sindhiana: Volume: 5**


(All Rights reserved with Sindhi Language Authority, Hyderabad, Sindh)


| | |
|---|---|
| First Edition: | September, 2012 |
| Quantity: | 2000 |
| Price: | **Rs.1600/-** |
| Printed by: | Pakeeza Printers Hyderabad, Sindh. |
| Published by: | Taj Joyo, Secretary, Sindhi Language Authority,<br>National Highway, Hyderabad, Sindh, Pakistan.<br>Phone: 92-22-9240050/53, Fax: 92-22-9240051 |
| **Website:** | **www.encyclopediasindhiana.org, www.sindhila.org** |
| **E-mail:** | **sindhianacell@gmail.com, sindhila@yahoo.com** |

ڊاڪٽر غلام علي الانا انسائيڪلوپيڊيا ريسرچ سينٽر ۾ ڪم ڪندڙ ريسرچر

**صائمه يوسف بلوچ - زينت ياسمين چانڊيو - راسيه بشارت ميمڻ**

**سارنگ درس - علي نواز آريسر - دليپ ڪمار ڪرمچند**

**امر خورشيد شاهه - عنبرين خاصخيلي**

**سيد سردار علي شاهه - شفيع محمد شاهه**

**دين محمد لاشاري - محمد بخش ٽيبو**

مذهبي داخلائن جي نظرثاني

**فيض محمد پتافي 'سڪندري'**

مواد موڪليندڙ مهربان

- ڊاڪٽر علي مرتضيٰ ڌاريجو (ڄام شورو)
- ڊاڪٽر نظير احمد چارڻ (دادو)
- پروفيسر سرور سيف (پنو عاقل)
- عبدالله خان جيسر (لليا پٽڻ، مورو)
- ڊاڪٽر لياقت مگسي (دادو)
- عزيز رانجهاڻي (جوهي)
- حڪيم غلام رسول لاڪو (مورو)
- سيد منير حسين شاهه ذاڪري (سڪرنڊ)
- محمد حسن وساڻ (سانگهڙ)
- استاد لغاري (سانگهڙ)
- پير ڪرم الله انصاري (ماتلي)
- فقير علي اڪبر ميمڻ (نورائي شريف)
- دين محمد ڪلهوڙو (قمبر شهدادڪوٽ)
- پريتم پياسي (عمرڪوٽ)
- عبدالجبار 'عبد' (شڪارپور)
- پارو مل امراڻي (چيلهار)
- علي اڪبر جويو (قمبر)
- اياز عالم ابڙو (حيدرآباد)
- محمد علي ڏيپلائي (حيدرآباد)
- اشتياق انصاري (حيدرآباد)
- محبوب علي پٽي (حيدرآباد)
- مخدوم سليم الله صديقي (حيدرآباد)
- ذوالفقار علي قريشي: راڳي (حيدرآباد)
- اُستاد امير علي: راڳي (حيدرآباد)
- سليم چنا (حيدرآباد)
- پروفيسر اعجاز علي شاهه (حيدرآباد)
- الطاف ميمڻ (حيدرآباد)
- مرزا منظور علي بيگ (حيدرآباد)
- دبير مرزا (حيدرآباد)
- پروفيسر فدا حسين مگڻهار (دادلوءِ)
- چاموٽ حاجي خان چاچڙ (ڪنڊڪوٽ)
- غلام نبي ناشاد (خانواهڻ)
- غلام مرتضيٰ ڪلوڙ (سراءِ/ پنو عاقل)
- ارڈو اترادي (ڪنڊڪوٽ)
- بهادر ٽالپر (نئون دمبالو)
- ڊاڪٽر سرور خاصخيلي (نوابشاهه)

گرافڪس ۽ ڪمپوزنگ

**تولارام سوٺهڙ - عرفان علي ميمڻ**

**سيده پارسا رضوي - نظير احمد چانڊيو**

**ناصر قاضي - رحيم پاشا خواجه**

اشاعتي نگران

**خالد آزاد**
انچارج ڊائريڪٽر
پبليڪيشن ۽ پراڊڪشن بيورو

**خان محمد جروار**
ايڊيٽر/ پبليڪيشن آفيسر

مارڪيٽنگ شعبو

**محمد ابراهيم ڪنير**
مارڪيٽنگ مئنيجر

**نياض احمد ميمڻ**
سيلز اسسٽنٽ

# ارپنا

تعليمدان، لوڪ ادب جي پارکو لغت نويس،

لطيف شناس ، تاريخدان، عالم ۽

سنڌي ٻولي اٿارٽيءَ جي باني چيئرمئن

## ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

جي نالي!

Soorih Mirani

# ناشر پاران

انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جو هي پنجون جلد جيڪو 'ڊ - ڏ' تائين اکرن تي مشتمل آهي، ان ڳالهه جي ساک پري ٿو ته اسان هي پنهنجو پيار وارو پورهيو پوري خلوص ۽ تندهيءَ سان جاري رکندا اچون ۽ پنهنجي مٺڙي ماءُ ٻوليءَ کي شاهوڪار ڪرڻ سان گڏ ان کي بين الاقوامي معيارن موجب سڌريل ۽ ترقي يافته ٻولين جي سٽ ۾ ڳڻائڻ جي قابل بنائڻ لاءِ وس آهر ڪوشش ڪئي آهي.

سنڌ حڪومت جي جنهن ترقياتي رٿا تحت هي پراجيڪٽ هلندڙ آهي، ان جو پهريون مرحلو سال 2007ع کان 2010ع تائين هو، جنهن مان موجوده انتظاميه کي پويان ٻه سال ڪم ڪرڻ لاءِ مليا، جنهن ۾ رٿيل ٽئي جلد مڪمل ڪري ڇپايا ويا. هن وقت ان ترقياتي رٿا جي نظرثاني ٿيل اسڪيم (Revised Scheme:2010ع کان 2013ع) موجب ڪم هلي رهيو آهي، جنهن جي مڪمل ٿيڻ تي انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جا ڪل 13 جلد پڌرا ٿيندا. جن مان هي پنجون جلد اوهان جي هٿن ۾ آهي ۽ 'ر ۽ ڙ' اکرن تي مشتمل، ڇهون جلد پريس ۾ وڃي رهيو آهي، باقي جلدن تي به تيزيءَ سان ڪم هلي رهيو آهي. هن سموري ڪم ۾ سنڌ حڪومت جي ثقافت کاتي جي طرفان مڪمل سهڪار ۽ سهائتا جو وڏو ڪردار آهي، جنهن لاءِ اسين سندن ٿورائتا آهيون.

انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا هڪ اهڙو مختصر پر جامع رهنما ڪتاب آهي، جنهن ۾ حقيقتن، انگن اکرن، ڪردارن، واقعن ۽ ڪتابن توڙي سنڌ بابت ڪيترن موضوعن جي معلومات جو ڀنڊار آهي. هن جي مجموعي سٽاءَ ۾ داخلائن جي چونڊ جي عمل کان وٺي انهن بابت سنڌ جي ڪُنڊ ڪُڙڇ مان گڏ ڪيل معلومات، ريسرچرن طرفان ڪتابن، انسائيڪلوپيڊيائن، ڊائريڪٽرين، گزيٽيئرن، سروي رپورٽن ۽ ٻين ذريعن مان حاصل ڪيل مواد جي تياري ۽ پراجيڪٽ ڊائريڪٽر پاران سهيڙ ۽ ترتيب کان پوءِ هر هڪ موضوع جي ماهرن کان ايڊيٽنگ ڪرائڻ ۽ ان کان پوءِ ايڊيٽر ۽ چيف ايڊيٽر جي نظرثانيءَ تائين هڪ وڏو ۽ ڏکو سلسلو آهي، جنهن ۾ نيڪ نيتيءَ واري محنت ۽ اورچائي ته آهي ئي، پر ان ۾ اسان سڀني جو پنهنجي ٻوليءَ سان پيار ۽ خلوص ڳوهيو پيو آهي، ان ڪري اسان کي يقين آهي ته هي پورهيو ضرور مڃتا ماڻيندو.

محبت پائي من ۾، رنڌيا روڙيا جن،
تن جو صرافن، اڻ توريو ئي اگهائيو!

جيئن عام طرح انسائيڪلوپيڊيائن ۾ ٿيندو آهي، الف- ب وار ترتيب ۾ ٺاهيل هن انسائيڪلوپيڊيا ۾ به اختصار ۽ چٽائيءَ واري خوبيءَ سان گڏ ٻوليءَ جي سادگي، سونهن ۽ معياري اسلوب کي مدنظر رکيو ويو آهي، جنهن سان تصويرن کي گڏي داخلائن کي معلوماتي ۽ دلچسپ بنايو ويو آهي. اسان کي اميد آهي ته انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جو هي پنجون جلد به پوين ڇئن جلدن وانگر عالمن، اديبن، استادن، شاگردن ۽ عام پڙهندڙن کي پسند پوندو ۽ سندن علم ۽ ڄاڻ جي اڃ اُجهائيندو.

- پروفيسر ڊاڪٽر فهميده حسين

# پاڙهياري هر ڪا...

سنڌي اساسي ۽ ڪلاسيڪي شاعريءَ جي 'چاسر' ۽ 'وهائو ٽاري' شاهه ڪريم بلڙيءَ واري جو بيت آهي ته:

پاڙهياري هرڪا، جا سِر گهڙو ڌري،
ڪا لئه پري سڄڻين، ڪا پورهيي ڪاڻ پري.

ان بيت جي مصداق، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي انتظاميه ۽ 'ڊاڪٽر غلام علي الانا انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا ريسرچ سينٽر' جي محنتي ڪارڪنن جي پورهئي ۽ دلي چاهه سان تيار ڪيل 'انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا' جو هي پنجون جلد پيش ڪندي، اسان اها ڳالهه، سنڌي قوم جي ساڃهوند فردن تي ڇڏيون ٿا ته اُهي اسان جي هن محنت کي ڪهڙيءَ نظر سان ڏسن ٿا. اسان جو هي ڪاپو، اسان جي هيءَ پيشڪش، شاهه ڪريم جي دوهي- نما بيت جي آخري سٽ جي پهرئين فقري: **'ڪا لئه پري سڄڻين'** وارو مانُ لهڻي ٿي، يا ٻئي فقري **'ڪا پورهيي ڪاڻ پري'** واري حيثيت اختيار ڪري ٿي؛ ٻنهي صورتن ۾ مليل موٽَ، اسان جو ڪنڌ افتخار ڪان مٿي ڪرڻ جو ڪارڻ بڻجي سگهي ٿي.

اسان هي پنجون جلد (د — ذ)، سنڌي ٻوليءَ جي محقق، لوڪ ادب جي پارکو، لغت نويس، لطيف شناس ۽ اٿارٽيءَ جي باني چيئرمئن، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪي منسوب ڪيو آهي؛ جنهن اٿارٽيءَ جي پڌرنامي (مقصد ۽ جوڙجڪ) جي شق (2) جي نقطي (ج) ۾ هن رٿا کي شامل ڪيو هو. اسان جي خوش نصيبي آهي ته اسان ڊاڪٽر صاحب جي زندگيءَ ۾ ئي ڪيس انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جو جڏهن پهريون ڇپيل جلد پيش ڪيو هو ته ڏاڍو خوش ٿيو هو، ۽ ڊاڪٽر فهميده حسين کي مخاطب ٿي چيو هئائين: "امان! اوهان کي مبارڪ هجي، جس جوڳو ڪم ڪيو اٿوَ!"

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي دعائن، سائين محمد ابراهيم جويي ۽ ڊاڪٽر غلام علي الانا جي مشاورت ۽ رهنمائيءَ، سنڌ جي عالمن، اديبن ۽ ادبي ڪارڪنن جي ساٿ ۽ سهڪار سان، انسائيڪلوپيڊيا جو ڪم جاري آهي، اُميد ته ڇهون جلد (ر- ز) به مهيني 'اندر' اشاعت لاءِ موڪليو ويندو. جڏهن ته اسان جو ارادو آهي ته 'س' اکر جا ٻه جلد تيار ڪجن، جن ۾ هڪ جلد مڪمل 'سنڌ' بابت هجي. اهڙيءَ ريت اسان جو خيال آهي ته **'شاهه لطيف'** بابت پڻ هڪ مڪمل جلد تيار ڪرائجي.

حڪومت سنڌ (ثقافت کاتي) جي منظور ڪيل نظرثاني رٿا (Revised PC_I) موجب اسان کي مالي سال 13-2012ع يعني جون 2013ع تائين هن رٿا جا 13 جلد مڪمل ڪرڻا آهن، جيڪي اميد ته سنڌ جي اهلِ دانش جو ساٿ رهيو ته وقت سر تيار ٿي ويندا.

هن سفر ۾، هِن پيار جي پورهئي بابت اسان کي 'تعريف' ۽ 'تنقيد' جي ٻنهي موٽَ (Response) ملندي رهي ٿي، جيڪا اسان جي اصلاح ۽ اُتساهه جو ڪارڻ آهي. هيٺ آءٌ هڪ ڀيرو ٻيهر انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا بابت ڪجهه سڄڻن جا رايا پيش ڪرڻ چاهيان ٿو:

- هي ڏکيو ۽ اهم ڪم آهي، جيڪو فهميده حسين ۽ تاج جويي جي ٽيم سرانجام ڏنو آهي. اميد ته حڪومت هن اهم پراجيڪٽ کي پوري ڪرڻ لاءِ لئنگئيج اٿارٽيءَ کي وڌيڪ فنڊ فراهم ڪندي. هن اهم پراجيڪٽ ۾ حصو وٺندڙ هر ٽيم ميمبر کي سلام ۽ اسان پاران واڌايون. اوهان انسائيڪلوپيڊيا جي سيني جلدن کي سي. ڊي تي به آڻيو ۽ ويب سائيٽ تي به آڻيو.

- **سليمان وساڻ**

○ انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جو ڇپجڻ اسان جي قوم لاءِ هڪ تحفو ۽ خوشخبري آهي. ان ڪان وڌيڪ خوشي ان ڳالهه جي آهي ته اها انسائيڪلوپيڊيا هاڻي آن لائين به موجود آهي، جنهن مان اسان جهڙا 'پرديسي' پڻ مستفيض ٿي سگهندا.

*- نثار ابڙو، نائب منتظم 'سنڌ سلامت فورم'*

○ انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جي نئين ويب سائيٽ بهترين ونڊ آهي، سنڌيءَ ۾ ويب سائيٽون ڏسي تمام خوشي ٿئي ٿي، پر جيڪڏهن هڙيون سُٺيون ويب سائيٽون پبلش ٿينديون ته اسان جي تاريخ ڪي 'اليڪٽرانڪ آءِ پئڊ' تي به مقبوليت ملندي ۽ اسان جي ٻولي به ترقي ڪندي.

*- علي اڪبر شر*

○ انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جا جلد سرسري طور نظر مان گذريا آهن. هن ڪم جي شروعات ڪرڻ تي اوهان کي پنهنجن سمورن ساٿين سوڌو مبارڪون هجن. مواد جي گهڻي ڪوٽ آهي ۽ جيڪو معيار آهي، ان کي مزيد بهتر بنائڻ جي ضرورت آهي.

*- مولانا محمود حسن، مهتمم مدرسه مظهرالعلوم کڏو ڪراچي*

○ انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا هڪ قومي امانت آهي ۽ ساڳئي وقت اخلاقي، علمي ۽ ادبي ورثو آهي . . . سنڌيانا جي ص 465 تي جيڪي ڪجهه لکيو ۽ ڪنيو ويو آهي، سو منهنجي ڪتاب **'خدا آباد جي سياسي، سماجي ۽ معاشي حيثيت'** تان ڪنيو ويو آهي، پر افسوس جو پوري صفحي ۾ ڪٿي به نه ڪتاب جو ۽ نه وري ليکڪ جو ۽ نه ئي ببليوگرافيءَ ۾ ذڪر آهي.

*- ڊاڪٽر لياقت مگسي، دادو*

○ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ ۾ ويٺل ڪجهه ماڻهو ذاتي پسند ۽ ناپسند جي بنياد تي انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا پراجيڪٽ کي ناڪام بنائڻ چاهين ٿا، جنهن جو ثبوت ڇپيل جلدن ۾ غلطيون ۽ ڄاڻي واڻي ماڻهن جا نالا رهائي ڇڏڻ . . . ۽ هاڻي وري ضميمن جي صورت ۾ ڇاپڻ جي ڪوشش ڪئي پئي وڃي . . . ان ننڍڙيءَ سوچ جو شڪار اسان جهڙا ڪئين غريب اديب ٿي چڪا آهن . . . آءُ هن وقت تائين ٽيهن سالن ۾ 200 ڪهاڻيون، ڇهه ناول، 900 اخباري ڪالم، 50 ادبي مضمون، 16 ٽي. وي سيريل ۽ 20 اسٽيج ڊراما لکي چڪو آهيان، جن تي مون کي ڪئين اوارڊ ملي چڪا آهن . . . پر مون کي انسائيڪلوپيڊيا مان نظرانداز ڪري شايد ڪا ذاتي دشمني پاڙي وئي آهي. . .

*- ايوب عمراڻي، سن*

اهڙا ڪيترائي تعريفي ۽ تنقيدي خط، نياپا (sms) ۽ اي- ميلون (e-mails) ملنديون رهن ٿيون، جيڪي اسان جي رهنمائي ڪن ٿيون. پر هڪڙي وضاحت ضروري ٿو سمجهان ته 'اسان' (انتظاميه ۽ ڪارڪن) 'عقل ڪُل' نه آهيون، ۽ نه ئي اسان جي دعويٰ آهي ته 'سڄيءَ سنڌ ۽ سموريءَ دنيا' جي معلومات تي اسين قادر آهيون- اسان پنهنجي نيڪ نيتيءَ ۽ خلوص سان هن تاريخي ڪم جي شروعات ڪئي آهي، ۽ ڦهريون پيرو سنڌ جي تاريخ جي اهم فرض جي پورائيءَ جي ڪوشش ڪئي آهي، اسان ڪان ضرور ڪي چُڪون ۽ گهٽ وڌايون سرزد ٿيون هونديون، پر جڏهن ڪي سڄڻ لاشعوري يا شعوري طور اسان تي 'مُڏي ڪاتيءَ' سان وار ڪن ٿا، ته ڏک ضرور ٿئي ٿو پر جڏهن لطيف سائينءَ جو هي بيت سامهون اچي ٿو:

ڪاتي تکي مَ ٿئي، مَر منيائي هوءِ،
ماڻ وِرمن توءِ، مون پريان جا هٿڙا!

ته هر 'وارُ'، 'پريان جي هٿن جو تحفو' محسوس ٿئي ٿو

اسان کي مواد هٿ ڪرڻ ۾ جيڪي مشڪلاتون پيش اچن ٿيون، اُنهن جو اندازو عام پڙهندڙن کي نه هوندو. هڪڙو مثال پيش ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان: نوشهري فيروز ضلعي جي هڪ معزز 'ڏاهري خاندان' جي فردن جي تصويرن هٿ ڪرڻ لاءِ جڏهن اسان ۽ اسان جي دوست عبدالله خان جيسر اُن خاندان جي هڪ تعليم يافته فرد سان رابطو ڪيو ته هُو اسان کي مهيني تائين آسرن ۾ رهائيندو آيو ته 'اَج ٿو e-mail ڪريان، اڄ ٿو TCS ڪريان، اڄ ٿو هٿو هٿ پهچايان'. اسان سندس آخري ڏينهن تائين انتظار ڪيو پر هن دوست ثابت ڪيو ته "اهو وعدو ئي

ڪهڙو، جيڪو وفا ٿئي!“ نتيجي طور اسان تصويرن لاءِ ڇڏيل جايون، لفظن سان پُر ڪري، پنجون جلد ڇپائيءَ لاءِ موڪلي ڇڏيو هاڻي، سياڻي جيڪڏهن ڪو اها تنقيد ڪندو ته ’رئيس گلڻ جام ڏاهري‘، ’رئيس رضا محمد ڏاهري‘ ۽ ’رئيس جان محمد ڏاهري‘ جون تصويرون نه ڏنيون ويون آهن ته اُن لاءِ اسان جي جوابداري نه هوندي!

انسائيڪلوپيڊيا جي ڪم کي تڪميل تي پهچائڻ لاءِ اسين جتي پنهنجي رهبرن- محمد ابراهيم جويي ۽ ڊاڪٽر غلام علي الانا جا احسانمند آهيون: جتي ايڊيٽرن: سيد حاڪم علي شاهه بخاري، ڊاڪٽر حبيب الله صديقي، سيد قلندر شاهه لڪياري، ڊاڪٽر غلام محمد لاکي، ڊاڪٽر شمس الدين تُنيي ۽ حفيظ قريشيءَ جا ٿورائتا آهيون، اُتي پراجيڪٽ جي محنتي ڊائريڪٽر محمد عثمان ميمڻ، گرافڪس ڊزائينرن: تولارام سوٿهڙ ۽ عرفان علي ميمڻ، ڪمپيوٽر آپريٽرن: نظير احمد چانديي، سيده پارسا رضوي، رحيم پاشا خواجه، عبدالله ناصر قاضيءَ سان گڏ سينيئر ريسرچ فيلوز: شوڪت چاچڙ، صفدر ميرزا، واحد پارس هيسباڻي، هيمون ڪالاڻي، عامر سيال، ضراب حيدر، غلام رسول مگريي، ساجد چانديي، مذهبي ريسرچر فيض محمد پتافي سڪندري ۽ ريسرچرن: صائم يوسف، زينت ياسمين چانديو، راسيه ميمڻ، علي نواز آريسر، سارنگ درس، دليپ ڪمار، امر خورشيد شاهه، عنبرين خاصخيلي، سيد سردار علي شاهه، شفيع محمد شاهه، دين محمد لاشاري ۽ محمد بخش ٽيبي جا به احسانمند آهيون، جيڪي ہن شفٽن ۾، محنت ۽ دلي خلوص سان ڪم ڪري رهيا آهن. هن رٿا جي ڪاميابيءَ جو اصل سهرو هنن محنتي ڪارڪنن جي سر تي ئي سونهي ٿو. گڏوگڏ آخر ۾ آءِ جنريٽر آپريٽر ۽ فوٽو اسٽيٽ آپريٽر: گل محمد باگراڻي، شهريار ميمڻ ۽ نائب قاصدن: اسد رضا فاضلاڻي، نياز ٿهيم ۽ جاويد ابڙي جا به ٿورا مڃان ٿو جن جي سهڪار کان سواءِ هي ڳرو ڇپر نه ڪجي ها.

- تاج جويو



ا ب ٻ ڀ ت ٿ ٽ ٺ ث پ
ج ڄ جھ ڃ چ ڇ ح خ د ڌ ڏ
ڊ ذ ر ڙ ز س ش ص ض ط ظ
ع غ ف ڦ ق ڪ ک گ ڳ گھ
ڱ ل م ن ڻ و ه ء ي

# اِنسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا

جلد پنجون (د - ذ)

## فهرست

| عنوان | صفحو نمبر |
| --- | --- |




# سورهه سنڌي ادب




## صاحب خان "سورهه" ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# د

**دابة الارض**: اسلامي عقيدي موجب قيامت جي ويجهي هئڻ جي نشانين مان هڪ نشانيءَ طور خاص قسم جو جانور آهي، جنهن کي عربيءَ ۾ 'دابة الارض' چيو ويو آهي. حديثن ۾ دابة کي قيامت جي ڏهن نشانين مان هڪ نشاني چيو ويو آهي. هي جانور ان وقت ظاهر ٿيندو، جڏهن انسان چڱائي چوڻ ۽ بُرائي کان جهلڻ واري اصول کي بلڪل ڇڏي ڏيندا ۽ دنيا جي حالت ابتري خراب ٿي ويندي، جو ان کان پوءِ سڌاري جي ڪا به صورت نه رهندي، پوءِ خدا تعاليٰ ماڻهن تي پنهنجي حجت طور انهيءَ جانور کي ظاهر ڪندو، جنهن جي ظاهر ٿيڻ کان پوءِ توبه جا دروازا بند ڪيا ويندا ۽ ڪنهن کي به توبه ڪرڻ جو موقعو نه ڏنو ويندو. حضرت امام ابنِ ڪثيرهن جانور جي ظاهر ٿيڻ کي الله تعاليٰ جي آخري حجت ۽ قيامت جي نشانين مان هڪ نشاني قرار ڏيندي لکي ٿو ته: "جڏهن دابة الارض ظاهر ٿيندو ته اهو ماڻهن سان ڳالهائيندو، جنهن کي سڀ ٻڌندا." هن جانور جي ظاهر ٿيڻ جي هنڌ جي باري ۾ مختلف روايتون آيون آهن. هڪ روايت موجب اهو 'تهامہ' مان نڪرندو يا طائف مان يا مڪي مان يا صفا ۽ مروه جي وچان نڪرندو. ابو دائود جي روايت موجب هي جانور ٽي ڀيرا ظاهر ٿيندو. ٻه ڀيرا پَرانهَن علائقن ۾ ظاهر ٿيندو، پهريون ڀيرو ته ان جو ذڪر مڪي شهر تائين پهچي نه سگهندو. ٻيو ڀيرو ان جو صرف قصو مشهور ٿيندو ۽ ان جو ذڪر مڪي تائين پهچي ويندو. جڏهن ماڻهو مسجد الحرام ۾ هوندا ته ٽئين ڀيري دابة الارض ماڻهن کي ڏسڻ ۾ ايندو.

**داٻ (Pressure)**: علم طبعيات (Physics) جي اصول موجب داٻ (Pressure)، هوا ۽ گئس وغيره سان پيدا ٿيندڙ هڪ عمل آهي، جيڪو ڪنهن به سطح تي عمل ڪرڻ واري جبلي قوت کان قطعي مختلف هوندو آهي. هوئنئن ته ڪنهن به جسم تي قوت يا سگهه ڪنهن هڪ نقطي تي لڳائي ۽ ماپي سگهجي ٿي، جنهن کي به داٻ چئبو آهي، پر پاڻياٽ ۾ ان جو عمل مختلف ٿئي ٿو. پاڻياٽ پوءِ اهو مايي توڙي گئس جي صورت ۾ چو نه هجي، ان جي بند پاڻياٽ ۾ پيدا ٿيندڙ قوت ان جي پوريءَ سطح تي لڳندي آهي. تنهنڪري پاڻياٽ ۽ ان جي اندر پيدا ٿيندڙ قوت کي داٻ چئبو آهي. داٻ کي پائونڊ، ڊئن ۽ نيوٽن جي ايڪي ۾ بيان ڪيو ويندو آهي. داٻ کي رياضيءَ جي ٻوليءَ ۾ $P = \frac{F}{A}$ لکبو آهي، جن مان P داٻ (Pressure)، F قوت يا زور (Force) ۽ A ايراضيءَ (Area) کي ظاهر ڪري ٿو پاڻياٽ ۾ ڪنهن به نقطي تان، هر هڪ حصي مان هڪ جيتري قوت سان داٻ جو عمل ٿئي ٿو. جڏهن ته ڪنهن سخت جسم جي مختلف حصن سان لڳندڙ سگهه مختلف هوندي آهي. هميشه ڪنهن به پاڻياٽ جي اندر ٻن مختلف نقطن تان پيدا ٿيندڙ داٻ جي سگهه جي فرق جو دارومدار پاڻياٽ جي ڦهلاءَ ۽ گهرائيءَ تي هوندو آهي. مثال طور: هڪ ٽوبو جيئن جيئن پاڻيءَ جي گهرائيءَ ۾ ويندو آهي ته ان تي داٻ جي قوت پڻ وڌندي آهي ۽ ان کي هوا ۽ ڪشش ثقل جي ڇڪ يا داٻ گهرائيءَ جي هر ميٽر جي واڌاري تي 9810 ڀيرا وڌيڪ محسوس ٿيندي آهي، ڇاڪاڻ ته مايو داٻ کي جذب ڪندڙ نه ٿو ٿئي. تنهنڪري وڌندڙ گهرائيءَ سان گڏ ان جي ڦهلاءَ ۾ به ذڪر جوڳو واڌارو نٿو ٿئي. ان جي ڪري ئي داٻ جي واڌ جو بنياد فقط گهرائيءَ ۾ ٿيندڙ اضافي تي هوندو آهي. جڏهن به ڪنهن جسم کي پاڻيءَ ۾ ٻوڙجي ٿو ته وڌيڪ گهرائيءَ ۾ اُماڻڻ جي ڪوشش دوران جسم جي هيٺئين حصي کان مٿئين حصي طرف لڳندڙ زور، جسم جي مٿئين حصي تي لڳندڙ زور کان وڌيڪ هوندو آهي. ڇاڪاڻ ته جسم جي مٿئين حصي وٽان اڇل واري سگهه هوندي آهي. جنهن ڪري ان کي هيٺ ٻوڙڻ لاءِ وڌيڪ سگهه گهربل هوندي آهي. ان وقت پاڻيءَ جي گهرائيءَ ۾ موجود آڪسيجن جي موجودگيءَ سبب داٻ پيدا ٿيندو آهي.

ناليواري سائنسي ماهر 'ارشِميدس' جي قانون موجب: اُڇل جي قوت، جسم پاران جاءِ والارڻ سبب پنهنجي جڳهه ڇڏيندڙ مايي جي وزن جيتري هوندي آهي. جيڪڏهن جسم جو وزن اڇل جي قوت کان گهٽ هوندو آهي ته اهو سطح تي ترندو، ٻيءَ صورت ۾ اهو پاڻيءَ ۾ هيٺ ٻڏي ويندو. پاڻياٽ کان سواءِ گئس جو داٻ به ٿئي ٿو.

گئس جي داٻ جو معاملو ڪنهن قدر پاڻياٽ جي داٻ جي لحاظ کان وڌيڪ پيچيده هوندو آهي. مثال طور: هوا جو ڦهلاءُ ڪائنات ۾ موجود ماين جي پيٽ ۾ تمام گهٽ آهي، تنهنڪري ان جي ڪن به ٻن نقطن تي موجود داٻ جي سگهه جو فرق فقط ان وقت ئي ذڪر جوڳو هوندو آهي، جڏهن انهن ٻنهي نقطن جي وچ جو فاصلو گهڻو هجي. گهر جي ڪمرن ۾ هوا جو داٻ هڪجهڙو ئي ٿئي ٿو، پر سمنڊ جي هر سطح توڙي جبلن جي چوٽين تي موجود هوا جي داٻ (Pressure) ۾ واضح فرق هوندو آهي. ڇاڪاڻ ته هوا گئس آهي، ان ڪري اها پاڻياٽ جي مقابلي ۾ وڌيڪ داٻ پذير آهي. ان جو ڦهلاءُ وڌندڙ اوچائيءَ تي جيئن پوءِ تيئن گهٽبو آهي. اهو ئي سبب آهي جو هوائي داٻ ۾ وارد ٿيندڙ تبديليءَ جو دارومدار، هوا جي ڦهلاءَ تي به ٿئي ٿو. ان سميت هوا جي داٻ ۾ چاڙهه يا گهٽتائيءَ جو مدار ان اوچائيءَ واري هنڌ تي به هوندو آهي، جتي ان جي پيمائش ڪبي آهي.

**داٻڙو**: ڪاٺ جو هڪ ڦرهو، جنهن تي عورتون يا ڌوٻي، ڪپڙن ڌوئڻ وقت، ڪپڙا سَٽيندا آهن. ان کي داٻڙو چئبو آهي. ٻهراڙيءَ جون عورتون، گهرن ۾ يا واٽر ڪورسن تي ڪار چاڙهيل ڪُني مان آلا ڪپڙا ڪڍي، داٻڙي تي ڏُگريءَ يا سوٽيءَ سان سَٽي ڌوئيندايون آهن.

**داٻلو**: ڏاتوءَ (پتل يا ٽامي) يا ڪاٺ جو هڪ ٿانءُ يا پاتر، جيڪو ڍَڪ سان ٿئي، ان ۾ اڪثر مٺائي، چُوري يا زيور رکبا آهن. داٻلي ۾ سير سوا ڏاڪوڻءَ



نما مال پوندو آهي. سنڌ ۾ وڏا داٻلا بہ استعمال ٿيندا آهن. جن ۾ پنج سير کن مال پئجي سگهي ٿو. ننڍي داٻلي کي 'داٻلي' چوندا آهن. سنڌ جي لاڙ ۽ ٿروارن پاڳن ۾ داٻلي کي ڏاٻلو/ ڏاٻلي بہ چوندا آهن.

**داتا فيض درياهہ شاهہ:** سنڌ جو مشهور صوفي شاعر ۽ درويش، داتا فيض درياهہ شاهہ ولد پير شاهہ جيلاني، 1863ع ڌاري چڪ شهر پرسان ڳوٺ انباهہ، تعلقي لکي غلام شاهہ، ضلعي شڪارپور ۾ پيدا ٿيو سندس اصل نالو فيض محمد شاهہ هو. هن جو والد، شاهہ نصير نوشهري فيروز واري جو معتقد هو. هن ڪيترائي سال سندس خدمت ۾ گذاريا هئا. پوءِ مرشد جي هدايت تي ڳوٺ وڃي شادي ڪيائين. جنهن مان ڪيس ٽي پٽ ٿيا. وڏو سيد تاج محمد شاهہ، وچيون سيد فيض محمد شاهہ ۽ ننڍو سيد جان محمد شاهہ. جڏهن شاهہ نصير ٿيٺي نينگر ڏٺا، تڏهن فيض محمد شاهہ لاءِ فرمايائين تہ: "جي هن صاحبزادي جي عمر هوندي تہ بلها شاهہ وارو طبل وڄائيندو." فيض درياهہ شاهہ، سنڌي ۽ فارسيءَ جي تعليم شاهہ نصير جي هڪ طالب درويش سيد ڏنل شاهہ کان حاصل ڪئي. روايت آهي تہ هو ڪيترا ورهيہ استغراق جي عالم ۾ رهيو. ڪجهہ سال مجذوبيءَ جي حالت ڪانپوءِ سالڪيءَ طرف موٽيو ۽ شعر چوڻ شروع ڪيائين. شاعريءَ ۾ 'ميرل' تخلص استعمال ڪندو هو. ميرل فقير جاگيراڻي سندس معتقد هو. جيڪو ڪنڌڪوٽ جي ويجهو ديهہ ڪالهوڙيءَ جو وينل هو. فيض درياهہ جي ساڻس ايتري تہ محبت هئي، جو ڪيس ادب وچان 'بابا ميرل' سڏيندو هو. سيد فيض درياهہ شاهہ شادي نہ ڪئي. مجرد ٿي گذاريائين. شاهہ صاحب بيخوديءَ واري حالت ۾ تمام گهڻو ڪلام چيو. جنهن ۾ هن ڪيترن هنڌن تي 'اناالحق' جا نعرا هنيا آهن. سندس سمورو ڪلام رندي رمزن ۽ صوفياڻن خيالن جو آئينو آهي.

داتا فيض درياهہ شاهہ، 11 شوال 1325هہ/18 نومبر 1907ع تي جوانيءَ ۾ وفات ڪئي. سندس مزار ڳوٺ انباهہ ۾ آهي، جتي هر سال شوال مهيني جي 11 ۽ 12 تاريخ تي ميلو لڳندو آهي. سيد جان محمد شاهہ هن وقت سندس درگاهہ جو سجاده نشين آهي.

**داتا گنج بخش هجويري:** مشهور صوفي بزرگ حضرت داتا گنج بخش 400 هہ مطابق 1009ع ڌاري غزني شهر جي هجويري محلي ۾ جنم



ورتو. سندس اصل نالو علي هو. پر ڪيس سندس لقب 'داتا گنج بخش' سان ٿي سڏيو وڃي ٿو. سندس ڪنيت 'ابو الحسن' ۽ سندس والد جو نالو حضرت عثمان بن علي هو. ان حوالي سان داتا گنج بخش تي علي نالو سندس ڏاڏي جي نالي تان رکيو ويو هو. داتا صاحب جو والد جيد عالم، فقيه، عابد ۽ زاهد هو. سندس خاندان اولياء ڪرام جو خندان سڏجي ٿو. سندس مامي جو لقب 'تاج الاولياءُ' هو. داتا صاحب جي والدين ۽ مامي سندس تعليم ۽ تربيت تي خاص ڌيان ڏنو. پاڻ قرآن پاڪ جي تعليم وٺڻ ۽ ظاهري علمن جي تڪميل کان پوءِ باطني علمن طرف متوجهہ ٿيو. سندس پير ۽ مرشد حضرت شيخ ابوالفضل حسن ختلي جنيدي هو. جيڪو شيخ شبلي رح جو مريد ۽ خليفو هو. داتا صاحب ان کان سواءِ حضرت ابو القاسم ڪورگاني جي صحبت مان بہ فيض حاصل ڪيو. داتا گنج بخش غزني شهر کان سواءِ تاشقند، سمرقند، بخارا، فرغانہ، ماوراءُالنهر، ترڪستان، خراسان، توس، نيشاپور، مهنہ قهستان، مرو، سرخس، فارس، ڪرمان، بيت المقدس، شام، عراق، آذربائيجان، طبرستان، خوزستان، سُوس، هندستان ۽ مختلف ملڪن ۽ شهرن جا سفر ڪيا ۽ ممتاز عالمن ۽ صوفين وٽان علم ۽ فيض حاصل ڪيو. خراسان ۾ هن 300 مشائخن سان ملاقاتون ڪيون.

داتا گنج بخش امام غزاليءَ جو همعصر هو. سندس نسب جو سلسلو نون (9) واسطن سان حضرت علي ڪرم الله وجه سان وڃي ملي ٿو. پاڻ حسيني سيد آهي. داتا صاحب پاڻ پنهنجي نسبت الجلابي، الغزنويءَ، الهجويري لکي آهي، جلاب ۽ هجوير غزنيءَ جي ٻن پاڙن جا نالا آهن سندس شمار وڏن اولياءن ۽ صوفين ۾ ٿئي ٿو. پاڻ مسلڪ جي لحاظ کان سني ۽ فقهي مڪتبہ فڪر جي خيال کان امام ابو حنيفہ جو پوئلڳ هو. داتا گنج بخش پنهنجي تحريرن ۾ حضرت ابو حنيفہ رح جو وڏيءَ عزت سان ذڪر ڪيو آهي. سندن طريقت جو سلسلو هن ريت آهي:

داتا گنج بخش علي هجويري مريد شيخ ابوالفضل علي حضرميءَ جو، اهو مريد شيخ ابوبڪر شبليءَ جو، اهو مريد شيخ جنيد بغداديءَ جو، اهو مريد شيخ سري سقطيءَ جو، اهو مريد شيخ معروف ڪرخيءَ جو، اهو مريد شيخ دائود طائيءَ جو، اهو مريد حبيب عجميءَ جو، اهو مريد حسن بصريءَ جو، جيڪو مريد حضرت علي ڪرم الله وجه جو.

داتا گنج بخش غزنيءَ ۾ ماڻهن جي تعليم ۽ تربيت ۾ مشغول هو تہ ڪيس خواب ۾ مرشد شيخ ختليءَ، لاهور وڃڻ جو حڪم ڪيو. اهڙيءَ ريت داتا صاحب 431هہ مطابق 1039ع ڌاري سلطان سعود بن محمود غزنويءَ جي دَور ۾ لاهور آيو ۽ هميشہ لاءِ لاهور ۾ ئي سڪونت اختيار ڪيائين.

داتا صاحب لاهور شهر جي اولهہ طرف جتان راوي ندي وهندي هئي، هندن جي هڪ مندر ويجهو هڪ جڳهہ ۾ رهائش اختيار ڪئي ۽ اتي ئي رُشد ۽ هدايت جو سلسلو شروع ڪيائين. هن ان جاءِ تي هڪ مسجد بہ تعمير ڪرائي. وٽس ڪيترا ماڻهو فيض حاصل ڪرڻ ايندا هئا، جن ۾ مسلمان ۽ غير مسلمان شامل هئا. سندس علمي بصيرت کان متاثر ٿي، پنجاب جو گورنر راءِ راجو مسلمان ٿيو. هن زندگيءَ جو ڪافي عرصو ديني تبليغ لاءِ سفر ۾ گذاريو. ڏورانهن علائقن جي عالمن ۽ بزرگن جي خدمت ۽ صحبت ۾ رهي فيض حاصل ڪيائين. داتا گنج بخش پنهنجي مشهور تصنيف 'ڪشف المحجوب' ۾ انهن سمورن سيرن سفرن جو ذڪر ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ نامور صوفي حسين بن منصور 'حلاج' جو ذڪر پڻ موجود آهي.

داتا گنج بخش اسلام جي تبليغ ۽ روحاني فيض پکيڙڻ کان پوءِ باقي وقت عبادت، تصنيف ۽ تاليف ۾ گذاريو. داتا صاحب 'ڪشف المحجوب' ۾

لکيو آهي تہ ”منهنجو پهريون ڪتاب ديوان هو، جيڪو هڪ ماڻهو پڙهڻ لاءِ کڻي ويو ۽ هن ديوان جي شعرن ۾ جتي بہ منهنجو نالو هو، مٽائي پنهنجو نالو لکي ڇڏيو. ان ڪتاب جو ٻيو نسخو نہ هئڻ ڪري هن ادبي خيانت سبب منهنجي محنت رائگان ٿي وئي.“

داتا گنج بخش هجويريءَ جي ٻين ڪتابن ۾ (1) ڪتاب الفناء والبقا، (2) اسرار الخلق و المؤنات، (3) ديوان الشعر، (4) الايمان، (5) ڪتاب البيان الاهل العيان، (6) نحو القلوب، (7) الزعاية بحقوق الله تعاليٰ، (8) منهاج الدين، (9) فرق فرق ۽ (10) شرح ڪلام منصور شامل آهن.



داتا گنج بخش جي ڪتاب ’ڪشف المحجوب‘ جو انگريزي ترجمو 1911ع ۾ لنڊن مان شايع ٿيو ۽ سنڌيءَ ۾ ان جا ٻہ ٽي ترجما شايع ٿي چڪا آهن، جن مان هڪ ترجمو پروفيسر ڊاڪٽر عطا محمد حاميءَ ڪيو آهي، جنهن جا سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شوري، ٻہ ڇاپا 1988ع ۽ 2005ع ۾ ڇپايا آهن.

حضرت علي هجويريءَ جي لقب ’گنج بخش‘ لاءِ مشهور آهي تہ سندس طبيعت ۾ سخاوت، فياضي ۽ ٻاجهہ واري جذبي ڪري ڏسي عام ماڻهن کيس ’گنج بخش‘ جو لقب ڏنو. جڏهن تہ خرينة الاصفياء‘ ۾ ڄاڻايو ويو آهي تہ حضرت خواجہ خواجگان سيد نامعين الدين سنجري، داتا گنج بخش جي دربار تي ڪجهہ عرصي لاءِ اعتڪاف ۾ ويٺو ۽ ويندي وقت هيٺيون شعر چيائين:

گنج بخشِ فيضِ عالم مظهرِ نورِ خُدا،
ناقصان را پير ڪامل، ڪاملان را رهنما.

حضرت علي هجويريءَ پنهنجي هڪ تصنيف ’ڪشف الاسرار‘ ۾ لکيو آهي تہ:

”اي علي! چرا خلق مي گويد گنج بخش، دانہ پيش خود نہ داري.“

[يعني: ”اي علي! توکي خدا جي خلق گنج بخش چوي ٿي ۽ تو هڪ داڻو بہ پاڻ وٽ نہ رکيو آهي“]

داتا گنج بخش 1072ع ڌاري لاهور ۾ وفات ڪئي ۽ سندس مزار بہ اُتي ئي آهي. داتا گنج بخش جي مزار سلطان محمود غزنويءَ جي پوٽي ۽ مسعود غزنويءَ جي پٽ سلطان ابراهيم غزنويءَ تعمير ڪرائي، بعد ۾ خانقاهہ جو فرش ۽ چوديواري اڪبر بادشاهہ تعمير ڪرائي. خواجہ معين الدين چشتي اجميري ۽ خواجہ فريدالدين گنج شڪر، داتا گنج بخش جي مزار تي چلا ڪاٽيا هئا. روايت آهي تہ راجا رنجيت سنگهہ کي جڏهن بہ قرآن شريف جو ڪو نسخو ملندو هو تہ ان کي داتا گنج بخش جي مزار تي رکائيندو هو ۽ مزار جي خدمت ڪندو هو. پاڪستان جي اڳوڻي صدر فيلڊ مارشل ايوب خان جي دور ۾ داتا جي مزار اوقاف کاتي جي حوالي ڪئي وئي. اوقاف کاتي پاران مزار ۽ مسجد کي ڪشادو ڪرائي نهرايو ويو. اڳتي هلي اڳوڻي وزيراعظم نوازشريف، داتا دربار ۾ وڏيڪ وسعت آندي ۽ ڪافي تعميراتي ڪم ڪرايو.

**داد** 1: ضلعي بينظيرآباد ۽ تعلقي نوابشاهہ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ حاجي محمد بخش زرداري ۽ لال چند نالي سان ٻہ ڳوٺ آباد آهن.

**داد** 2: ضلعي بينظيرآباد ۽ تعلقي نوابشاهہ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حيدر ڪوسو چاڪر زرداري ۽ مانوءَ جو ڳوٺ.

**داد** 3: ضلعي بينظيرآباد ۽ تعلقي نوابشاهہ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

عبدالڪريم ڪيريو پير بخش چانڊيو ۽ گل محمد چانڊيو.

**داد** A3 (اي): ضلعي بينظيرآباد ۽ تعلقي نوابشاهہ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ علي حيدر شاهہ ۽ عبدالله شاهہ نالي ٻہ ڳوٺ آباد آهن.

**داد** 4: ضلعي بينظيرآباد ۽ تعلقي نوابشاهہ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حاجي دين محمد زرداري ۽ غلام حسين چانڊيو.

**داد** A4: تعلقي نوابشاهہ، ضلعي بينظيرآباد جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ سارنگ زرداريءَ نالي شامل آهي.

**داد** 5: تعلقي نوابشاهہ، ضلعي بينظير آباد جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ امام ڏين ۽ جکرو نالي ٻہ ڳوٺ آباد آهن.

**داد** 6: ضلعي بينظيرآباد ۽ تعلقي نوابشاهہ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پير بخش جمالي، خان محمد زرداري، ڏاتو خان رند، ٽنڊو غلام علي، حاجي سائينداد زرداري، سپايو خان زرداري ۽ خدا بخش زرداري.

**داد** 7: ضلعي بينظيرآباد ۽ تعلقي نوابشاهہ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ سوتي جي نالي شامل آهي.

**داد** 8: تعلقي نوابشاهہ ضلعي بينظيرآباد جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حاجي ولي محمد رند، حاجي غلام شاهہ، پانڌي خان راهوجو، ڪامل خان رند، ٻچل خان رند، دالو مهر، جمال خان ملڪاڻي ۽ جوجي خان رند.

**داد** 9: ضلعي بينظيرآباد ۽ تعلقي نوابشاهہ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

چاڪر خان شاهاڻي، لعل بخش رند، علي بخش رند ۽ لعل بخش شاهاڻي.

**داد** 10: ضلعي بينظيرآباد ۽ تعلقي نوابشاهہ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

عرس انڙ، محمد لائق زرداري، محمد حسن زرداري، ۽ مراد علي چانڊيو.

**داد** 11: ضلعي بينظيرآباد ۽ تعلقي نوابشاهه جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سيد ڏنل شاهه، عيسو مهر، خان محمد انڙ، ناصر جام انڙ ۽ جمال شاهه درگاهه.

**داد** 12: ضلعي بينظيرآباد ۽ تعلقي نوابشاهه جي هڪ ديهه، جنهن ۾ طالب حسين آرائين ۽ محمد اوٺو نالي سان به ڳوٺ آباد آهن.

**داد** 13: تعلقي نوابشاهه جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

نور محمد ڪهيري، ڊرگهه ۽ چوڌري نياز احمد.

**داد** 14: تعلقي نوابشاهه جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پير بخش جاجوهو، وريام جي ڪوهي، حاجي ڏونگر.

**داد** 15: تعلقي نوابشاهه، ضلعي بينظير آباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ گولو ورڙ ۽ حاجي لشڪري رند ڳوٺ آباد آهن.

**داد** 16: تعلقي نوابشاهه جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حاجي جمعو رند، مينهون خان مگسي، خان محمد لنڊ، ٻاجهي خان راهوجو، اعظم شاهه، واحد بخش راهوجو، حاجي ڪونڌر گبول، محمد يوسف رند ۽ اعظم رند.

**داد** 17: تعلقي نوابشاهه جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

علي نواز خان زرداري، هارون ڪلوئي ۽ شريف ڪيريو.

**داد** 18: ضلعي بينظيرآباد ۽ تعلقي نوابشاهه جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

لالڻ شاهه، يوسف ڪوسو، صوبيدار ڪوسو، فريد زرداري، صفدر ٻگهيو، موليٰ بخش رند، حاجي بخش ڪوسو، دين محمد زرداري، ولي محمد ڪوسو ۽ غلام حيدر زرداري.

**داد** 20: تعلقي نوابشاهه، ضلعي بينظيرآباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حاجي علي مراد زرداري ۽ مخدوم صاحب.

**داد** 21: تعلقي نوابشاهه، ضلعي بينظيرآباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڪاڇهري، غازيءَ جو ٿڙ، حاجي شاهه محمد آرائين، چوڌري عبدالمجيد آرائين، ملڪ محمد يعقوب، محمد بخش مگسي ۽ حاجي صيفل جمالي.

**داد** 23: تعلقي نوابشاهه، ضلعي بينظيرآباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

بالوءَ جا قبا، بخش خان جمالي، علي مردان زرداري، هندو مل، حضور بخش شر، هڊو چانڊيو ۽ علي خان چانڊيو

**داد** 25: ضلعي بينظيرآباد، تعلقي نوابشاهه جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

غلام حيدر پتو، غلام رسول شاهه ۽ خان صاحب محمد شريف.

**داد** 26: ضلعي بينظيرآباد ۽ تعلقي نوابشاهه جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

فقيرجي ڪوهي، ديوان ڪوڙومل ۽ نواب مراد علي لغاري.

**داد** 27: تعلقي نواب شاهه، ضلعي بينظيرآباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

باقر خان نظاماڻي، الاهي بخش پناڻ، حاجي محب لڪميس، سيد محراب شاهه، ڪريم داد خاصخيلي ۽ سيد غلام رسول شاهه.

**داد** 28: ضلعي بينظيرآباد ۽ تعلقي نوابشاهه جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

مريد علي زرداري، شاهه مير خان چانڊيو شاهه محمد زرداري ۽ غازي خان هوت.

**داد** 29: تعلقي نوابشاهه، ضلعي بينظيرآباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

فريد ڪوسو مريد زرداري، حاجي علي بخش، اسماعيل، پيراڻو چانڊيو علي بخش پتو، خان محمد مڪراڻي، فقير محمد چانڊيو غلام علي مگسي ۽ امير بخش مگسي.

**داد** 32: تعلقي نوابشاهه، ضلعي بينظيرآباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

غلام محمد پناڻ، پرڳڙي، حسين آباد، زنگي خان، جان محمد زرداري، نيازي سيال، حسين انڙ ۽ غلام جيلاني آرائين.

**داد** 33: تعلقي نوابشاهه، ضلعي بينظيرآباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حاجي سيال زرداري، مير حسن زرداري ۽ محمد زرداري.

**داد** 34: ضلعي بينظيرآباد ۽ تعلقي نوابشاهه جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

الهرکيو ڪانهيو، جمعو خان رند، رندن جو ڳوٺ، گل محمد ڪانهيو، در محمد ڪانهيو مرزا ڪانهيو زين العابدين شاهه، الهداد اعواڻ ۽ الهڏنو اعواڻ.

**داد** 35: تعلقي نوابشاهه، ضلعي بينظيرآباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سڄڻ زرداري، چنيسر زرداري، ڍورو بخشڻ جو ٽڙ، احمد خان، لائق خان زرداري، بهاول خان زرداري، سليمان بروهي، الهورايو زرداري، ارباب زرداري، منو خان زرداري، ڏٽي بخش زرداري ۽ امام بخش زرداري.

**داد** 36: تعلقي نوابشاهه، ضلعي بينظيرآباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ عباس خان اعواڻ ۽ چيڙ خاصخيلي ڳوٺ شامل آهن.

**داد** 37: تعلقي نوابشاهه، ضلعي بينظيرآباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

الله بخش ڪوسو، محبت خاصخيلي ۽ مصري خان زرداري.

**داد** 38: تعلقي نوابشاهه، ضلعي بينظيرآباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ علي حسن مگسي، غلام علي چانڊيو، شريف چانڊيو ۽ خان محمد چانڊيو ڳوٺ شامل آهن.

**داد** 39: تعلقي نوابشاهه، ضلعي بينظيرآباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حاجي الله بخش مگسي، عطر خان جوکيو حاجي الله داد مگسي ۽ حاجي امام بخش مري.

**داد** 40: تعلقي نوابشاهه، ضلعي بينظيرآباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هينيان ڳوٺ شامل آهن:

قبي علي احمد شاهه، قبي علي حيدر شاهه، طيب لاکو اسماعيل خان بروهي ۽ شهمير خان چانڊيو.

**داد** 41: تعلقي نوابشاهه، ضلعي بينظيرآباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ علي نواز خان زرداري، هارون ڪلوئي ۽ شريف ڪيريو ڳوٺ آباد آهن.

**داد** 42: تعلقي نوابشاهه، ضلعي بينظيرآباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هينيان ڳوٺ شامل آهن:

سيد خير شاهه، حاجي راهب جمالي، سائين ڏنو مبارڪ ڪانهيو، جاڻ ڪيريو، لونگ مڪراني سيد وڏل شاهه، سيد خير شاهه، استاف عبدالله ڪلوئي ۽ محمد حريف جمالي.

**داد** 43: تعلقي نوابشاهه، ضلعي بينظيرآباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هينيان ڳوٺ شامل آهن:

حاجي ڪرم خان ڪلوئي، خليفو عبدالغني لکمير، حاجي دريا خان ڪلوئي، عبدالستار ڪلوئي، نور محمد جتوئي، حاجي محمد عثمان ڪيريو، حاجي محمد عمر لکمير، سيد حاجي علي احمد شاهه، نبي بخش ڪيريو حاجي چيڙ ڪلوئي ۽ عبدالرحمان لکمير.

**داد** 44: تعلقي نوابشاهه جي هڪ ديهه، جنهن ۾ لاکا ۽ قاضي امير علي نالي ٻه ڳوٺ آباد آهن.

**داد** 46: ضلعي بينظير آباد، تعلقي نوابشاهه جي هڪ ديهه، جنهن ۾ مير محمد ڪيريو ۽ انور ڪيريو نالي ٻه ڳوٺ آباد آهن.

**داد** 47: ضلعي بينظيرآباد ۽ تعلقي نوابشاهه جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ حاجي خان مگسي شامل آهي.

**داد** 48: ضلعي بينظيرآباد ۽ تعلقي نوابشاهه جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ سومر مگسي نالي شامل آهي.

**داد** 49: ضلعي بينظيرآباد ۽ تعلقي نوابشاهه جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ نوڙهي وال بروهي شامل آهي.

**داد** 50: ضلعي بينظيرآباد ۽ تعلقي نوابشاهه جي هڪ ديهه، جنهن ۾ ٻه ڳوٺ: حسين مگسي ۽ غلام نبي ڪاتيار شامل آهن.

**داد** 51: تعلقي نوابشاهه، ضلعي بينظيرآباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ مخدوم صاحب نالي شامل آهي.

**دادا**: هنديءَ ۾ دادا وڏي ڀاءُ کي سڏيندا آهن. اردوءَ ۾ دادا لفظ ڏاڏي لاءِ ٻه ڪم ايندو آهي. منگول ٻوليءَ ۾ 'دادا' هڪ قَسَمُ آهي. رانچي (بهار) جي اورائون قبيلن ۾ دادا وڏي ڀاءُ کي چئبو آهي. ترڪستان جي ٻوليءَ ۾ ٻه 'دادا' وڏي ڀاءُ جي معنيٰ ۾ استعمال ٿئي ٿو ۽ هيءُ لفظ سنڌ ۾ ترڪن ۽ مغلن ذريعي پهتو. سنڌيءَ ۾ وڏي ڀاءُ کي 'ڀائو' ٻه چئبو آهي، جيڪو مرهٽيءَ ۾ ٻه رواج هيٺ آهي. ڪي هندو ٻار پيءُ کي ٻه دادا چوندا هئا ۽ اڄ ٻه چوندا آهن. تبت ۾ مڙهيءَ جي وڏي کي 'دادا' چئبو آهي، ان ڪري سنڌيءَ ۾ دادا جي صورت ڏاڏا، ڏاڏو آهي، يعني پيءُ جو پيءُ اڄڪلهه عام طور سنڌيءَ ۾ ڏاڏي کي ٻه دادا چوندا آهن.

**دادا باراني**: تعلقي ميهڙ، ضلعي دادوءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ ڪو ٻه ڳوٺ شامل نه آهي.

**دادا پائي ڦالڪي**: پاڪ - ڀارت فلمي صنعت جي باني دادا پائي ڦالڪي 1870ع ڌاري بمبئيءَ ۾ جنم ورتو. سنڌس اصل نالو دادا صاحب ڏونڊ راج گووند ڦالڪي هو. 1910ع ۾ آمريڪا انڊيا پڪچر پيلس ۾ پهرين پيرو حضرت عيسيٰ عليه السلام جي زندگيءَ تي پيش ڪيل فلم 'دي لائيف آف ڪرائيسٽ' کي ڏسي



ڪيس فلمن ٺاهڻ جو شوق ٿيو. دادا پائي هڪ سٺو مصور، سنگتراش، فوٽو گرافر، ڊرامانويس، موسيقار ۽ بين فنڪارانه صلاحيتن جو مالڪ هو. ڪيس فلم ٺاهڻ لاءِ ابتدا ۾ هڪ دوست مالي مدد ڪئي. ان ڪانپوءِ 1912ع ۾ انگلنڊ ويو جتان جي اسٽوڊيو ۾ وڃي معلومات حاصل ڪيائين ۽ فلم ٺاهڻ لاءِ ضروري سامان خريد ڪري، پندرهن ڏينهن بعد واپس هندستان اچي فلم ٺاهيائين.

هن ڇهن مهينن جي محنت ڪانپوءِ پهرين فيچر فلم 'راجا هريش چندر' 18 مئي 1913ع تي پيش ڪئي. ان وقت تائين فلمن ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ ڪا به عورت فلم انڊسٽريءَ ۾ نه آئي هئي. ان ڪري هن جي فلم ۾ هيروئن جو رول به هڪ مرد ادا ڪيو هو. سنڌس يادگار فلمن ۾: 'ڀسما سور موهني'، 'لنڪا ڏان'، 'ساوتري، ستيه دان'، 'شري ڪرشنا چمنا'، ۽ 'ڪاليا مردان' شامل آهن. هن پنهنجين سمورين فلمن جون ڪهاڻيون پاڻ لکيون ۽ انهن جي فوٽوگرافي ۽ هدايتڪاريءَ جا فرض به پاڻ انجام ڏنا. دادا پائي 21 سال انڊيا جي فلم انڊسٽريءَ سان وابسته رهيو. هن 100 کان مٿي فلمون ٺاهي نمائش لاءِ پيش ڪيون. بمبئيءَ ۾ سنڌس نالي سان دادا صاحب ڦالڪي روڊ موجود آهي، جنهن جي موڙ تي سنڌس مجسمو پڻ نصب ٿيل آهي.

هن 1944ع ۾ وفات ڪئي.

**داداڀائي گروپ آف ڪمپنيز**: صنعتڪاري ۽ تجارت ۾ وڏي شهرت رکندڙ ايم. ايچ داداڀائي گروپ 1895ع کان قائم آهي ۽ اڄ هي گروپ ايشيا ۾ پنهنجي الڳ سڃاڻپ رکي ٿو. هن تجارتي سفر جو آغاز نوجوان علي محمد اي. لطيف ڪيو. جنهن جو تعلق ميمڻ ڪميونٽيءَ سان هو. هُن پهرين ڏکڻ آفريڪا ۾ ٽريڊنگ هائوس قائم ڪيو. بعد ۾ هندستان جي تاريخي علائقي پُوربندر ۾ صابڻ ٺاهڻ جي صنعت جو قيام سندن پهرين وِڪ هئي. ان کان پوءِ سمورو ڪاروبار سنڌس پٽ عبدالغني داداڀائيءَ سنڀاليو. برصغير جي ورهاڱي بعد جڏهن پاڪستان ۾ صنعتن جي قيام لاءِ محمد علي جناح تجارتي شخصيتن کي دعوتون ڏنيون ته داداڀائي انڊسٽري پڻ ڪراچيءَ منتقل ڪئي وئي. نوجوان تجارتڪار عبدالغني داداڀائيءَ وڏي محنت سان اڳتي هلي صنعتون قائم ڪيون ۽ پنهنجي پيداوار کي وڌايو. اهڙيءَ ريت ترقي ڪندي سيمنٽ جي صنعت، پيٽروليم مصنوعات جي صنعت، پلاسٽڪ جي صنعت، تعميراتي ٽيڪنالاجيءَ جي صنعت، ڪپڙي ۽ ڪاغذ جي صنعت، زرعي اوزارن جي صنعت سميت داداڀائي انشورنس ڪمپنيءَ جو قيام عمل ۾ آندو ويو.

ايم. ايڇ. داداڀائي گروپ جا هن وقت مُکيہ ڀائيوار ۽ بورڊ آف ڊائريڪٽرس جا ميمبر آهن: محمد حسين داداڀائي، محمد امين داداڀائي، فضل ڪريم داداڀائي، رضيہ حسين داداڀائي، حميرا داداڀائي، ياسمين داداڀائي ۽ ثنا داداڀائي. پاڪستان ۾ صنعتن جي پکيڙ ۽ اقتصادي ترقيءَ ۾ هن تجارتي گروپ جو تمام وڏو هٿ آهي.

سنڌ ۾ داداڀائي گروپ طرفان تعليم جي پکيڙ ۽ صحت جي سُڌارن لاءِ بہ گھڻو ڪم ٿيو آهي. 1982ع کان داداڀائي فائونڊيشن تحت داداڀائي انسٽيٽيوٽ آف هاير ايجيوڪيشن جو قيام عمل ۾ آندو ويو هي غير منافعي بخش ادارو آهي، جيڪو ملڪ ۾ معياري تعليم ۽ سماجي توڙي ثقافتي ترقيءَ لاءِ اعليٰ تعليم يافتہ ٽيم جي مدد سان سرگرم آهي. مستقبل ۾ هن اداري جي 250 ايڪڙ ايراضيءَ ۾ 5 کان 8 هزار شاگردن جي گنجائش ۽ سهوليتن کي آڏو رکي، ڪراچيءَ ۾ ڪيمپس قائم ڪرڻ جو منصوبو اڏاوت هيٺ آهي. مستقبل ۾ هن انسٽيٽيوٽ ۾ اپلائيڊ سائنسز ۾ تحقيق جي نون رخن تي پروگرام متعارف ڪرائي، ايم. فل ۽ پي. ايڇ. ڊي سطح جي تعليم جو رٿا جو اعلان ڪيو ويو آهي. ان کان سواءِ داداڀائي گروپ طرفان سنڌ جي ڪجھ ٻين علائقن ۾ اسڪول ۽ اسپتالون پڻ قائم ڪيل آهن.

**داداڀائي نوروزجي:** هندستان جو مشهور سماج سڌارڪ ۽ سياستدان. داداڀائي نوروزجي، 4 سيپٽمبر 1825ع تي بمبئيءَ ۾ پيدا ٿيو. هن هڪ پارسي خاندان ۾ جنم ورتو. سندس والد زردتشت مذهب جو پوئلڳ هو. داداڀائي نوروزجي هڪ ئي وقت سماج سڌارڪ، دانشور، تعليمدان، واپاري ۽ هندستان جي صف اول جو سياستدان هو.



دادا ڀائي نوروزجيءَ ابتدائي تعليم ايلفنسٽن اسڪول بمبئيءَ مان حاصل ڪئي ۽ اُتان ئي گريجوئيشن ڪيائين. کيس پھريئن هندستاني گريجوئيٽ هئڻ جو اعزاز حاصل آهي. ساڳئي وقت کيس 1855ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ ۾، 25 سالن جي ننڍي ڄمار ۾، رياضي ۽ نيچرل فلاسافيءَ جي پروفيسر هئڻ جو بہ اعزاز حاصل آهي. هن 1855ع ۾ لنڊن وڃي 'لِوَر پول' (Liver Pool) جو بنياد وڌو. هن 1859ع ۾ ڪپھ جي واپار لاءِ هڪ ڪمپني کولي. ساڳئي وقت لنڊن يونيورسٽيءَ ۾ گجراتيءَ جو پروفيسر بہ رهيو.

1867ع ڌاري داداڀائي نوروزجي سياسي سرگرمين ۾ حصو وٺڻ جي شروعات ڪئي. هن 'ايسٽ انڊيا ائسوسيئيشن' قائم ڪرڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو.

داداڀائي نوروزجي 1874ع ۾ هندستاني رياست ٻڙودا جو وزيراعظم بڻيو هي 1885ع کان 1888ع تائين بمبئيءَ جي قانونساز ڪائونسل (Legislative Council) جي ميمبر جي اهم عهدي تي رهيو.

داداڀائي نوروزجي، 1885ع ۾ مسٽراي. او. هيوم ۽ ايڊلجي واڇا ڊنشا سان گڏجي انڊين نيشنل ڪانگريس جو قيام عمل ۾ آندو. 1886ع ڌاري انڊين نيشنل ڪانگريس جو صدر چونڊيو ويو. ڪجھ عرصي بعد برطانيا ويو جتي ليبر پارٽيءَ ۾ شموليت اختيار ڪيائين. جولاءِ 1892ع ۾ فنسبري (Finsbury) جي نمائندگي ڪندي، پارلياماني چونڊ ۾ ڪاميابي حاصل ڪيائين. ان ريت هي ننڍي کنڊ جو پھريون شخص هو، جنھن کي برطانوي پارليامينٽ جي چونڊيل نمائندي هئڻ جو بہ اعزاز حاصل رهيو.

داداڀائي نوروزجي، زردشتي مذهب سان واسطو رکندو هو. ان کري هن زردشتي مذهب جي اصل ماهيت معلوم ڪرڻ لاءِ 1851ع ۾ 'رهنمائي مزداينسي سڀا' جو قيام عمل ۾ آندو. هن 'راست گفتار پبليڪيشن' (Rast Goftar Publication) بہ قائم ڪئي ۽ زردشتي مذهب جي فڪري ڦھلاءَ ۽ واڌاري لاءِ وڏو ڪم ڪيو.

داداڀائي نوروزجي بهترين ليکڪ هو. سندس مشهور ڪتاب Poverty and Biritish Rule in India ۾ هندستان جي وسيلن ۽ دولت تي انگريزن جي قبضي جو تفصيلي ذڪر موجود آهي.

داداڀائي نوروزجيءَ، 90 سالن جي وڏي ڄمار ۾، 30 جون 1917ع تي بمبئيءَ ۾ وفات ڪئي.

**داداڀائي، ولي محمد:** مشهور سماجي سڌارڪ. الحاج ولي داداڀائي، جھوناڳڙھ، ڀارت ۾ جنم ورتو. ورهاڱي کانپوءِ هندستان ۾ پنھنجو سمورو ڪاروبار بند ڪري، سنڌ آيو ۽ نوابشاھ ۽ ميرپورخاص ۾ ڪاروبار جو آغاز ڪيائين. 1951ع ۾ هن برٽش ڪاٽن گروورس ڪارخانو خريد ڪيو. جيڪو خيرپور ضلعي جي سينارجا شھر ۾ قائم هو. اُن وقت اُتي رڳو ريلوي اسٽيشن هئي، پر شهر موجوده صورت ۾ آباد نہ هو. نہ ئي اُتي ڪي پڪا روڊ رستا ٺهيل هئا. الحاج ولي محمد سينارجا شهر ۾ فيڪٽريءَ سان گڏ 200 کن دڪان ۽ رهائشي جايون تعمير ڪرايون. جنھنڪري هي شهر وسيع ٿيندو ويو ۽ اڄتي هلي سينارجا، خيرپور ضلعي جو اهم شهر ليکيو ويو. ولي محمد داداڀائي هڪ غريب پرور انسان هو. هُو مسڪينن جو مددگار، هٿ جو سخي هو. هو زندگيءَ جي آخري پساهن تائين سماجي ڪمن ۾ اڳيرو رهيو.

**دادا روچيرام ٽانوڻي:** تحريڪ آزاديءَ جو اڳواڻ، تعليمدان، امن جو پرچارڪ دادا روچيرام ٽانوڻي ولد سچانند ڦيرومل، 8 آگسٽ 1916ع تي هالاڻيءَ (اڳوڻي ضلعي نوابشاھ) ۾ جنم ورتو هن جي والده جو نالو شريمتي شيوي هو. دادا روچيرام جو شمار محب وطن ۽ سچن انسانن ۾ ٿئي ٿو. هن تحريڪ آزاديءَ ۾ هر طرح سان پاڻ ملھايو. سندس پيءُ پڻ آزاديءَ جو سچو پرستار هو. هن هڪ بنگالي نوجوان کي انگريزن پاران ڦاهي چاڙھڻ تان سرڪاري نوڪريءَ تان استعيفا ڏني هئي. هن جو پيءُ 1931ع ڌاري آل انڊيا ڪانگريس سنڌ جو وائيس پريزيڊنٽ رهيو ۽ 1919-1930ع دوران جيل ۾ بہ ويو ۽ انگريزن جون عقوبتون سٺائين. سندس



والده 1925ع ڌاري آيل زلزلي دوران ڪوئيٽا ۾ وفات ڪري وئي. هيءُ انٽر تائين پڙهي سگهيو. 1929ع ۾ سندس شادي ڪنڊياري مان ٿي. سندس گهرواريءَ جو نالو ڪملا هو. جنهن پڻ دادا روچيرام سان آزاديءَ جي هلچل ۾ ڀرپور حصو ورتو. 24 آگسٽ 1947ع تي نوابشاهه ۾ هڪ اڻ وڻندڙ واقعو پيش آيو. جنهن ۾ ڪن سکن کي قتل ڪيو ويو. ان واقعي سنڌ جي هندن ۾ خوف جي لهر پيدا ڪري ڇڏي. اهڙيءَ صورتحال ۾ دادا روچيرام پنهنجي انقلابي سنگتيءَ کي ساڻ ڪري ڪراچيءَ ويجي تنهن وقت جي وڏي وزير سان مليو ۽ ڪيس هندن سان پيش ايندڙ واقعن جي خبر ڏني. پر ان وٽان خاطر خواهه موٽ نه ملڻ ۽ تنهن وقت جي ڪليڪٽر مسعود پاران پڻ ڪنهن به قسم جو تحفظ فراهم نه ڪرڻ جي ڪري سنڌي هندن هندستان وڃڻ جو پروگرام ٺاهيو. ان دوران ريل ذريعي هندستان ويندڙ سکن تي شاهپور چاڪر ريلوي اسٽيشن تي حملو ڪيو ويو ۽ وڏي تعداد ۾ سک مارجي ويا. ان هوندي به دادا روچيرام سنڌ نه ڇڏي ۽ وري بيهر وڏي وزير سان ملي تحفظ لاءِ ڪيس چيو. ٻئي طرف ان وقت جي ڪليڪٽر مسعود معرفت سنڌي هندن کي سنڌ ڇڏي وڃڻ جو اشارو ڏنو ويو ۽ آگسٽ کان نومبر تائين جي مهلت ڏني. حڪومتي سطح تي لڏپلاڻ ۾ هندن جي مدد ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. اهڙيءَ ريت مجبور ٿي آزاديءَ جو هي اڏول سپاهي سنڌ مان ڊسمبر 1947ع ۾ لڏي بمبئي پهتو. جتي سرڪار ڪيس هڪ سئو والنٽيئرن سان ڊاڪس ڪئپٽن جو عهدو ڏنو. جيڪو هن اعزازي طور خوشيءَ سان قبول ڪيو. ان نوڪريءَ عيوض ڪيس 700 روپيا پگهار جي آڇ ڪئي وئي. پر هن وٺڻ کان انڪار ڪيو. بلڪ خدمت جي جذبي هيٺ سنڌ مان لڏي ايندڙ سنڌين جي بمبئي بندر تي چڱي خاطر ڪندو رهيو ۽ خدمت خلق ۾ مصروف رهيو. ڪئمپن ۾ ترسيل سنڌين کي روزگار سان لڳرائڻ، ڪين مالي مدد وٺي ڏيڻ، سندن تڪليفن دور ڪرڻ لاءِ هن هڙان وڙان وڌو ڪم ڪيو. ڪيس مڌيه پرديش ۾ 'رليف ڪاميٽيءَ' جو سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو. جتي به پگهار نه ورتائين. فقط مناسب ڀاڙي وٺڻ تي آماده ٿيو. هن ناگپور هندستان ۾ مستقل رهائش اختيار ڪئي ۽ اتي تعليمي ميدان ۾ پاڻ ملهايو. شاگردن جي اسڪالرشپن، يونيفارم ۽ مفت ڪتابن جي فراهميءَ لاءِ سندس خدمتون وساري جوڳيون ناهن. سنڌي ليکڪن کي ڪتابن جي اشاعت ۾ مدد ڪرڻ کان ويندي، انهن جي نجي زندگيءَ ۾ مدد ڪرڻ ۾ سدائين اڳرو رهيو.

**دادا سنڌي:** سنڌي ٻوليءَ جي نامور اديب ۽ محقق دادا سنڌيءَ جو اصل نالو ڪريم بخش ولد محمد قاسم سومرو هو. سندس جنم 5 جولاءِ 1945ع تي ڳوٺ داد لغاري تعلقي ڏهرڪي، ضلعي گهوٽڪيءَ ۾ ٿيو. سندس والد پوليس عملدار هو. دادا سنڌيءَ ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ ورتي ۽ انگريزي تعليم ميرپورماٿيلي مان حاصل ڪيائين. بي. اي سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. ان کان سواءِ



بي. ايڊ ۽ ايم. اي (سوشيالاجي) جي ڊگري به حاصل ڪيائين. دادا سنڌي تعليم کاتي ۾ پرائمري استاد جي حيثيت سان ملازمت شروع ڪئي ۽ بعد ۾ ترقي ڪندو، سترهين گريڊ ۾ سبجيڪٽ اسپيشلسٽ مقرر ٿيو. هو شاگردن کي نصابي سبقن سان گڏ تاريخ جون حقيقتون، حوالا ۽ سمجهاڻيون به ڏيندو هو. ملازمت مان 1994ع ۾ رٽائر ٿيو. دادا سنڌي ذاتي زندگيءَ ۾ نهايت ئي سادو، خوش مزاج، حساس دل ۽ ڪلمڪ ماڻهو هو. سندس پرورش علمي ۽ ادبي گهراڻي ۾ ٿي. سندس ڏاڏي قادر بخش ۽ چاچي الهه بخش جي لائبرري هوندي هئي، جنهن ۾ ڪتابن جي مطالعي کان پوءِ سندس ادب ڏانهن لاڙو ٿيو. سندس پهريون مضمون روزاني 'مهراڻ' ۾ شايع ٿيو. ڪيس سنڌ جي تاريخ جي مطالعي جو شوق مشهور تاريخدان مولائي شيدائي ۽ رشيد ڀٽيءَ سان ملاقاتن کان پوءِ پيدا ٿيو. هن پهريون تاريخي ۽ تحقيقي مضمون ون يونٽ تحريڪ دوران لکيو ۽ ان کان پوءِ ڪيترا مقالا ۽ مضمون لکيائين، جيڪي ماهوار 'نئين زندگي'، 'پيغام'، ٽه ماهي 'مهراڻ'، 'نئين سوچ'، 'اخبار تعليم' ۽ مختلف روزانين اخبارن ۾ لاڳيتو ڇپجندا رهيا. هن ريڊيو پاڪستان خيرپور لاءِ مختلف موقعن تي اسڪرپٽ پڻ لکيا. سندس ڇپيل ڪتاب هن ريت آهن: (1) 'ڏيئي ڏنيءَ ڏڻ'، (2) 'سنڌين جي فوجي مهارت'، (3) 'سنڌ جون تاريخي ڪهاڻيون'، (4) '1957ع جي جنگ آزادي ۽ سنڌ'، (5) 'سنڌ جي عالمن جا سونهري ڪارناما'، (6) 'اڳوڻن سنڌين جو ڏيساور سان واپار'، (7) 'سومرن جي دور جا سورما'، (8) 'تاريخي ماڻهو تاريخي ڳالهيون'، (9) 'منو محبوب ڌارين جي نظر ۾'، (10) 'سنڌ جا عوامي ڪردار' وغيره. ان کانسواءِ سندس ڪيتريون اڻ ڇپيل تصنيفون موجود آهن.

دادا سنڌيءَ کي هڪ اديب، ليکڪ، محقق ۽ تاريخدان جي حيثيت سان مجتا طور ڪجهه اوارڊ به مليا، جن ۾: سنڌي ادبي سنگت اوارڊ (1987ع)، سنڌالاجي اوارڊ (1987ع)، آل سنڌ ٻالڪ اوارڊ (1987ع)، آءِ. سي. آءِ ڪمپني اوارڊ (1988ع)، سنگت قلم اوارڊ (1993ع) ۽ سنڌ سپيتا سوسائٽي اوارڊ (1993ع) شامل آهن.

سنڌ جو هي تاريخدان ۽ محقق، 11 جنوري 1998ع تي دل جي دوري پوڻ سبب وفات ڪري ويو.

**دادا گرداس واڌواڻي:** دادا گرداس واڌواڻيءَ جو جنم، 7 جون 1911ع تي حيدرآباد ۾ ٿيو. سندس تعلق حيدرآباد جي عامل گهراڻي سان هو. شروعاتي تعليم حيدرآباد ۽ پوءِ ڪراچيءَ مان حاصل ڪيائين. هن پنهنجي ادبي سفر جي شروعات شاگرديءَ واري زماني کان ڪراچيءَ مان ڪئي. گرداس واڌواڻي ويهن سالن جي عمر ۾ صحافت جي ميدان ۾ پير پاتو ۽ سنڌي روزاني اخبار 'ديش مترُ' سان وابسته رهيو. انهيءَ اخبار جو ايڊيٽر ناليوارو صحافي ڪيمچند دتارام هو. دادا واڌواڻيءَ 1931ع کان 1939ع تائين پهريان رپورٽر ۽ پوءِ ايڊيٽر جي حيثيت ۾ ڪم ڪيو. هن سنڌ جي بمبئيءَ کان جدائيءَ واري تحريڪ دوران اهم سياسي شخصيتن ۽ دانشورن کان انٽرويو ورتا، جيڪو



سلسلو گهڻو مقبول ويو ۽ ان دور جي مشهور سنڌي اخبار 'الوحيد' اهي انٽرويو ٻيهر جيئن جو تيئن شايع ڪيا. ان ڪانپوءِ هي انگريزي اخبار 'سنڌ آبزرور' ۾ ڪم ڪرڻ لڳو. 1943ع ۾ ڊاڪٽر تاراچند لالواڻيءَ، شام جي پهرين اخبار 'ڪراچي ڊيلي' ۾ ڪيس رپورٽر طور رکيو ۽ پوءِ 'ڊيلي گزيٽ' اخبار ۾ رکيو. 1947ع ۾ ورهاڱو ٿيو ته گرداس واڌواڻيءَ جو سڄو ڪٽنب هندستان لڏي ويو، پر هن ڪراچيءَ ۾ پنهنجي صحافت واري ڪرت جاري رکي. 'ڊيلي گزيٽ' بند ٿي وڃڻ کان پوءِ هي 'هندستان اسٽئنبرڊ' ۽ مدراس جي 'هندو' اخبار جو رپورٽر مقرر ٿيو. 1961ع ۾ 'مارننگ نيوز' ۾ شامل ٿيو. 1965ع جي پاڪ- ڀارت جنگ جي ڪري 'هندستان اسٽينبرڊ' ۽ 'هندو' اخبارون ڇڏيڻيون پيس. زندگيءَ جا 41 سال صحافت کي ڏيڻ کان پوءِ 1972ع ۾ صحافت ڇڏي ڏنائين. هن 1974ع ۾ روزاني 'هلال پاڪستان' ۾ 'جيڪي ڏٺو مون' جي عنوان سان ڪالم لکڻ شروع ڪيا، جن ۾ هو پنهنجي زندگيءَ جا انيڪ تجربا بيان ڪندو رهيو. هن ٻارن لاءِ به ڪافي لکيو. ڊينمارڪ جي ٻارن جي مشهور ليکڪ اينڊرسن جون ڪهاڻيون سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيائين، جيڪي 'شاهي بلبل' جي نالي سان ڪتابي صورت ۾ ڇپيون. گرداس واڌواڻيءَ جي لکڻ جو انداز نهايت وڻندڙ ۽ سليس هوندو هو. هن جي ساروٽين ۽ ڪالمن جا چار ڪتاب: (1) 'جيڪي ڏٺو مون' (1980ع)، (2) 'ساروٽيون' (1981ع)، (3) 'ڳالهه ٻولهه' (1982ع) ۽ (4) 'جڏهن آدم آيو' (1987ع) شايع ٿيل آهن.

دادا گرداس واڌواڻيءَ کي سنڌس صحافتي خدمتن جي ڪري 'گرو' يعني 'مرشد' ڪري سڏيو ويندو هو. آخري عمر ۾ پريس ڪلب ڪراچيءَ جي هڪ ڪوارٽر ۾ رهندو هو. 1991ع ۾ لاڏاڻو ڪيائين.

**داد شهيد جو مقبرو:** داد شهيد جو مقبرو انڙپور (تعلقي ڪوٽڙيءَ) ۾ انڊس هاءِ وي جي ويجهو واقع آهي. حضرت داد شهيد کي 14 سالن جي ڄمار ۾ شهيد ڪيو ويو هو. هي مقبرو ۽ ٻيا آثار ٽن ايڪڙن ۾ ڦهليل هڪ قبرستان ۾ آهن. مقبري جي پر ۾ مسافرخانو مسجد ۽ قبرستان آهي. مقبري جو رستو ٽن ونگائين لنگهه کان سڏو ٻن درن واري مقبري تائين وڃي ٿو. مقبري کي هڪ گنبذ آهي ۽ عمارت ۾ بلڪل وچ تي مزار آهي، جيڪا مختلف رنگن سان چٽيل آهي. داد شهيد جو مقبرو اسلامي دؤر جو يادگار آهي.



**داد فتو:** سومرا حاڪمن مان داد فتو (فتح خان) مشهور حاڪم ٿي گذريو آهي. هو دودي سومري جي اولاد مان هو. دودي سومري جي پٽ سنگهار جي بنا اولاد مري وڃڻ بعد سندس زال همون ٻائيءَ حڪومت جي واڳ سنڀالي. پنهنجن پائرن مان هڪ کي محمد طور ۽ ٻئي کي ٿري شهر (ضلعي بدين) ۾ حاڪم ڪري رکيو. ان وقت دودي سومري لشڪر سان ڪاهه ڪري همون ٻائيءَ جي پائرن کي ماري حڪومت تي قبضو ڪيو. تڏهن داد فتو پنهنجي وڃايل حڪومت هٿ ڪرڻ لاءِ لشڪر تيار ڪري حاڪم سان جنگ ڪئي. داد فتو 1121ع کان 1140ع تائين حڪومت ڪئي. سندس دور ۾ امن قائم رهيو. پاڙيسري حاڪمن سان سندس بهتر لاڳاپا هئا. داد فتو جي وفات کان پوءِ سندس پٽ ڪينئرو (خيرو) حاڪم بڻيو. محمد طور، رتي ڪوٽ ۽ ٿر جي شهر چاچري کان اولهه واري پاسي سومرن جي حڪومت رهي. (ماستر شجاع محمد سانوڻائيءَ جي قلمي نسخي تان ورتل).

**دادلو درياهه (ڪتاب):** فقيرالله بخش لغاريءَ جو هي ڪتاب، سنڌو درياهه بابت اهم ڄاڻ تي مشتمل ۽ پنهنجي نوعيت جو هڪ منفرد ڪتاب آهي، جنهن ۾ درياهه جي خاصيتن، درياهه ۾ ترڻ جي سَنڌن، درياهه جي لَٽ، درياهه جي آبي جانورن، مڇين ۽ پکين سان گڏ درياهي پٽن جا خشڪيءَ وارا پکي، سيلاني پکي، درياهه جي ڪپرن ۽ ڪنڌيءَ تي رهندڙن جانورن جا تفصيل ڏنل آهن. ان کان سواءِ هن ڪتاب ۾ مڇيءَ مارڻ جا هلت ۽ طريقا به بيان ٿيل آهن. ان کان سواءِ دادو- موري پل جي ڪچي واري ساڄي پاسي، خيري ديري کان سيوهڻ تائين جي ڪچي جو تفصيلي احوال به ڏنل آهي. مصنف درياهه جي ڪاٻي پاسي موجود ڍنڍن، ڍورن، واهڙن ۽ ڍَبن جي ذڪر کان سواءِ پنهنجي ڳوٺ لغاري ٻجراڻيءَ جي ماضي، حال، ڪاروهنوار، ترجي موچارن ماڻهن ۽ شوق شڪار جا تفصيل به لکيا آهن. هي ڊيمي سائيز جي 200 صفحن تي مشتمل خوبصورت ٽائيٽل وارو ڪتاب، بلاول انسٽيٽيوٽ آف هسٽاريڪل ريسرچ، نوابشاهه پاران 2011ع ۾ شايع ٿيو آهي ۽ اُن جي قيمت 220 روپيا آهي.




**دادلوءِ [1] (ديهه):** تعلقي ڪوٽڏيجي، ضلعي خيرپور جي هڪ ديهه. جنهن ۾ حاجاڻا، رند ۽ لاشاري ڳوٺ شامل آهن.

**دادلوءِ [2] (ديهه):** تعلقي پني عاقل ۽ ضلعي سکر جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

رڪيل (نيباهو) ملڪ، پير بخش ملڪ، واليڏنو ڪوهارو، ولي محمد شيخ، بخشو سيلرو، خدابخش سيلرو، مولودي (حاجي چاچڙ)، سانوڻ شڪاري، جاڻ ڪورائي، الله بخش ڪورائي، ڪيهر ڪورائي، عزت ڪورائي، صاحب خان، نواب خان ڪورائي، خير بلو ميرن جو ڳوٺ، ڪوڙو ڪورائي، رستم ڪورائي ۽ عبدالوهاب ڪونهارو.

**دادلوءِ [3] (تاريخي ڳوٺ):** دادلوءِ، پني عاقل کان ستن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي پني عاقل کان گهوٽڪي ويندڙ نيشنل هاءِ وي تي آباد هڪ مشهور ۽ تاريخي ڳوٺ آهي، جيڪو هڪ ديهه ۽ يونين ڪائونسل جي

حيثيت به رکي ٿو.

(1) هيءُ ڳوٺ ڏاريجا خانن جو ٻڌرايل آهي، جيڪي فيصلن ۾ انصاف جي لحاظ کان گھڻو مشهور هئا. ان ڪري هيءُ ڳوٺ دادلوءِ (داد= انصاف + لوءِ = ڳوٺ) يعني انصاف واري ڳوٺ طور مشهور ٿيو. (2) ڏاريجن جي نسب نامي جي روايت مطابق ڄام سوائيءَ کي ٽي پٽ ٿيا. ڄام جهلو جنهن جهلوءَ جي لوءِ (عادلپور) وسائي. ڄام وڪريو جنهن پنهنجي عاقل واري ڍب وسائي ۽ ڄام داد، جنهن دادلوءِ وسايو. ان دور ۾ پهاڪو مشهور هو ته: ”ماتيلي سر ڳاڳڙي، سٺ جهلو جي لوءِ“ يعني ماتيلي کان وٺي ڳاڳڙي تائين سٺ لوءِ (ڳوٺ) ڄام جهلوءَ جا آهن. لوءِ جي نالي وارا ڳوٺ گھڻو ڪري ڏاريجن جي جدا جدا پاڙن جا آهن. جهڙوڪ: ابي لوءِ، همڻ لوءِ، دادلوءِ وغيره.

دادلوءِ ڳوٺ جي نالي ۽ آباد ٿيڻ بابت مستند ۽ تاريخي معلومات سيد محب الله شاهه جي ڪتاب ’مختصر تاريخ سنڌ‘ مان ملي ٿي، جيڪو اصل ۾ فارسيءَ ۾ لکيل هو جنهن جو سنڌي ترجمو ڊاڪٽر عبدالرسول قادريءَ ڪيو آهي، جيڪو سکر هسٽاريڪل سوسائٽيءَ طرفان شايع ٿي چڪو آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌ جي مختلف علائقن ۽ خاص ڪري سکر جي ڪن قديم شهرن: الور، ٻبرلوءِ، سکر، ساڌٻيلي، ميرپورماٿيلي، گھوٽڪي، عادل پور ۽ دائودلوءِ (دادلوءِ) متعلق مفيد معلومات ڏنل آهي. هن ڪتاب ۾ ڄاڻايل آهي ته، هيءُ شهر دائود خان ڏاريجي تاريخ 21 صفر، آچر جي ڏينهن سن 872 هه/ 1467ع ۾ آباد ڪيو جيڪو ڄام نظام الدين عرف ڄام ننڊي جو خاص مقرب ۽ اعتماد وارو ماڻهو هو. ڄام ننڊي طرفان دائود خان ڏاريجي کي هيءُ جاگير ملي ته دائود خان پنهنجو گھر ڇڏي لڏي هن جاءِ تي اچي رهيو. دادلوءِ جو موجوده ڳوٺ پهريائين هن هنڌ کان ڏکڻ طرف ٽئن ڪلوميٽرن جي فاصلي تي لعل پير درگاهه واري ايراضيءَ ۾ آباد هو. هن وقت دائود خان ڏاريجي جي اولاد مان سابق ايم. پي. اي سردار علي مراد خان عرف منصور خان ڏاريجو، دادلوءِ جو زميندار ۽ ڏاريجا قبيلي جو سردار رهي ٿو. هن ڳوٺ ۾ ڪيترائي ناليوارا تعليمي ماهر، اديب، شاعر، پهلوان ۽ روحاني بزرگ ٿي گذريا آهن. دادلوءِ ۾ هڪ هاءِ اسڪول، گرلز هاءِ اسڪول، گورنمينٽ پرائمري اسڪول بوائز ۽ گرلز، الهه بخش محمدي ماڊل اسڪول، بيسڪ هيلٿ سينٽر، پوسٽ آفيس، سماجي ۽ ادبي تنظيمون قائم آهن.

**داد محمد ’خادم‘ بروهي:** (ڏسو: بروهي، داد محمد ’خادم‘، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد ڇهون اضافيات)

**دادن پير:** يارهين صديءَ جي مشهور بزرگ دادن پير بابت، مشهور ڪتاب ’تحفتہ الڪرام‘ ۾ مير علي شير قانع ٺٽوي ڄاڻائي ٿو ته: ”پير دادن وڏو پير ۽ ڪامل ولي هو. هر وقت مٽي اگھاڙو وار ڪنڌيل هوندا هئس. هو تڪيي وارو فقير هو. ڪن جو چوڻ آهي ته سيد محمد يوسف رضويءَ جو همعصر آهي ۽ ڪن جو چوڻ آهي ته ان کان اڳ ٿي گذريو آهي. سيد محمد يوسف پنهنجي اولاد کي چيو هو ته جيڪڏهن ڪنهن مشڪل وقت ۾ مون تائين پهچي نه سگھو ته ڪيس دعا گھرڻ لاءِ ڇنڇو پير دادن جي درگاهه تي سوالي مقصدن جي حاصلات لاءِ ايندا آهن. دادن پير جي درگاهه شهيد شيخ ابو تراب جي پير ۾ مڪليءَ تي واقع آهي.

**دادن فقير جو ڪلام (ڪتاب):** هيءُ مشهور عوامي شاعر دادن فقير جي سنڌي ۽ سرائيڪي مڪمل ڪلام تي مشتمل آهي. هن ڪتاب ۾ دادن فقير جو ڪلام حمد، نعت، حضرت علي عليه السلام، حضرت امام حسين عليه السلام، شيخ عبدالقادر جيلاني رح ۽ حضرت عثمان مرونديءَ (قلندر لعل شهباز رح) جي شان ۾ مداحون، بيت، ڏوهيڙا، ڪافيون، ٻه سٽا، چوسٽا، نظم ۽ غزل شامل آهن. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو روشني پبليڪيشن ڪنڊياري، 2003ع ۾ ڇپايو هوءِ اُن جو مرتب اياز لاڪير هو ساڳئي ڪتاب جو هڪ ڇاپو اپريل 2003ع ۾ ٺئي سنڌي ساهت گھر حيدرآباد ڇپايو آهي، جنهن جو مرتب لال بادشاهه ڄاڻايو ويو آهي ۽ ان جو ٻيو ڇاپو 2008ع ۾ ڇپيو جنهن جي قيمت 250 روپيا آهي، جڏهن ته هن ئي ڪتاب ’دادن فقير جو ڪلام‘ جو ٻيو ڇاپو روشني پبليڪيشن، ڪنڊياري 2011ع ۾ ڇپايو آهي، جنهن ۾ علي دوست عاجز جو مضمون ’هنجڙا هليا ويا ساجهر سويرا‘ ۽ اياز لاڪير جو مهاڳ شامل آهي. ڊيمي سائيز جي 432 صفحن جي هن ڪتاب جي قيمت 300 روپيا رکي وئي آهي.







**دادن فقير جويو:** (ڏسو: جويو دادن فقير جلد ٽيون.)

**دادو [1] (شهر):** دادو، سنڌ جو مشهور تاريخي شهر آهي. هن شهر جي آباد ٿيڻ بابت مختلف رايا ملن ٿا. ڪن جو خيال آهي ته: (1) دادوءَ تي نالو سيد دادو شاهه جي نالي پٺيان پيو. (2) دادو شاهه جو ڳوٺ، دادو- موري روڊ جي ڏکڻ ۾ ڳوٺ ٻڍي لُنڊ جي اپرندي طرف ڪچي جي ديهه چوئيءَ ۾ موجوده شهر کان پنج ڪلوميٽر اپرندي پاسي هو جنهن کي درياهه پائي وڃڻ بعد دادو شاهه ڪوراين ۽ مستوين جي پر ۾ ڳوٺ ٻڌايو جيڪو ٿوري عرصي ۾ شهر جي صورت اختيار ڪري ويو ۽ دادو شاهه جي وفات بعد درياهه هيٺ اچي ويو. ان بعد دادو شاهه جي پيڙهيءَ مان سيد جيئندل شاهه ميرن جي آخري دور ۾ موجود دادو شهر واري جاءِ تي پنهنجي 50 ايڪڙ ٻني شهر لاءِ وقف ڪري ڳوٺ جي ماڻهن کي آباد ڪيو. جڏهن ته سيد حسين شاهه لڪياري ۽ الهنواز رڪڻائيءَ جي لکت ۽ راءِ موجب هي شهر جهنگل شاهه ٻڌايو جنهن جي مزار دادو شهر ۾ آهي، پر اها روايت ڪمزور آهي. هتي ميمڻ، قاضي ۽ هندن جون مختلف ذاتيون آباد هيون. ان کان پوءِ مسلمانن جون ٻيون مختلف ذاتيون شهر ۾ آباد ٿيون. سيد جيئندل شاهه، چارڻن جي محلي اڳيان هڪ ڪشادو ڪوٽ اڏايو. اهو ڪوٽ اوڏن کان اڏايو ويو. 1843ع ۾ انگريزن ۽ ميرن جي وچ ۾ لڳل جنگ دوران شهر جي هندو توڙي مسلمان عورتن هن ڪوٽ ۾ پناهه ورتي. 1858ع ڌاري انگريز حڪومت دوران هڪ صوبيدار سيتارام شهر جو انتظام سنڀالڻ لاءِ مقرر

ٿيو. جنهن دادو شهر جي آباد ٿيڻ، ڪچي جي ڳوٺن جي ٻُڏي وڃڻ ۽ شهر جي ماڻهن جو احوال قلمبند ڪيو. جيڪو نسخو برٽش ميوزيم لائبرري، لنڊن ۾ موجود آهي.



نئون چوڪ (دادو)

دادو شهر جي بازار جي منهن وٽ اڳي گهاڙي واهه وهندو هو. جنهن تي پڪين سرن سان ٻُل ٻڌل هوندي هئي ۽ ان تان گذري بازار وڃبو هو ان پل جي اترئين پاسي جتي هن وقت جڙيل شاهه مارڪيٽ آهي، اُتي پڪين سرن سان تڙ هو ۽ منجهس ڏاڪڻيون پڻ لڳل هونديون هيون. ان تڙ تي شهر جون عورتون ڪپڙا ڌوئينديون هيون. پل جي ڏاکڻين پاسي مردن جي وهنجڻ لاءِ تڙ هوندو هو. ٻنهي تڙن کي پردي لاءِ ديوارون ڏنل هونديون هيون. عورتن واري تڙ کان ڪجهه مٿيرو نور واهه بگهاڙيءَ ۾ پوندو هو. جنهن جا نشان انجنيئري- ڊاڪ بنگلن ۽ لوڪلبورڊ جي اوير ۾ آهن. گهاڙي واهه، موجوده تاج محل سئنيما ۽ اليڪٽرڪ پاور کان وهندو رندن جي گهرن جي پٺ وٽان هلندو، ابڙن جي محلي کان وچي واڏو واهه ۾ پوندو هو. بئراجن نڪرڻ کانپوءِ اڳوڻن واهن جي پيچ ختم ٿي وئي. دادو شهر ۾ ٻه ڪوٽ هوندا هئا، جن مان هڪ ڪلهوڙن جي دؤر جو هو، جنهن ۾ سرڪاري ماڻهو حڪومت جو ڪاروهنوار هلائيندا هئا. اهو ڪوٽ ريلوي اسٽيشن دادوءَ وٽ هو، جنهن کي مسمار ڪري ريلوي اسٽيشن ناهي وئي. ٻيو ڪوٽ سيدن جو هوندو هو، جيڪو سيد جيئندل شاهه جوڙايو، جنهن ۾ ڪنهن جنگ يا مشڪلات سبب مسلمانن توڙي هندن جون عورتون پناهه وٺنديون هيون.

انگريزن 1889ع ڌاري دادو، ڪوٽڙي ۽ رُڪ اسٽيشن تائين ريلوي لائين وڇائي، جيڪو منصوبو 1854ع ۾ انگلنڊ جي سرمائيدارن پنجن لکن جي موڙيءَ سان هڪ ڪمپنيءَ جي معرفت جوڙيو هو. جنهن تي 1885ع کان ڪم شروع ٿيو. 1889ع تائين ڪوٽڙي ۽ دادوءَ کان رُڪ تائين ۽ پوءِ ڪوئيٽا تائين ريل وڇائڻ جو هي منصوبو 1900ع ۾ مڪمل ٿيو 1901ع ۾ دادو ڪئنال جڙيو. جيڪو 1931ع ۾ ٺهي راس ٿيو ۽ 1932ع کان وهڻ شروع ٿيو.

دادو ضلعو 1931ع ۾ ڪراچي ضلعي کان ڌار ٿي، جدا ضلعو بڻيو. 1933ع ۾ ضلعي لوڪلبورڊ قائم ٿيو. جنهن جو پهريون پريزيڊنٽ سردار محمد بهادر ڪلهوڙو (18 اپريل 1933ع کان 9 مارچ 1935ع تائين) ٿيو. ان بعد خانبهادر يار محمد ڪلهوڙو 18 اپريل 1935ع کان 1 مارچ 1937ع تائين؛ نجم الدين آخوند 1 اپريل 1936ع کان 3 جون 1938ع تائين؛ محمد پريل ڪلهوڙو 1 جولاءِ 1938ع کان 20 اپريل 1941ع تائين؛ سيد گل محمد شاهه سيوهاڻي 21 جنوري 1941ع کان 31 آڪٽوبر 1946ع تائين؛ مسٽر ميناارام 1 نومبر 1946ع کان 31 ڊسمبر 1946ع تائين؛ سيد گل محمد شاهه 1 جنوري 1947ع کان 30 سيپٽمبر 1954ع تائين؛ رئيس عبدالحميد جتوئي 1 آڪٽوبر 1954ع کان 22 نومبر 1954ع تائين؛ شاهه محمد شيخ (ائڊمنسٽريٽر) 23 نومبر 1954ع کان 24 نومبر 1954ع تائين؛ سيد قطب علي شاهه 25 نومبر 1954ع کان 26 جنوري 1956ع تائين؛ شفيع محمد سهتو 27 جنوري 1955ع کان 31 مارچ 1955ع تائين؛ غلام عمر صديقي 1 اپريل 1955ع کان 3 سيپٽمبر 1955ع تائين انتظام سنڀاليو. دادو ميونسپالٽي آفيس 1952ع ۾ ٺهي. دادو شهر ۾ محلي چاڻي (شاهه آباد) لڳ نئون بس اسٽاپ 1978ع ۾ تعمير ٿيو.

دادو شهر جا هن وقت مختلف پاڙا مختلف نالن سان مشهور آهن، جن ۾: (1) شاهاڻي پاڙو- موندر جي شهواڻي هندن جي نالي سان سڏجي ٿو (2) جڳت آباد محلو راءِ بهادر جڳت سنگهه (ان دؤر جي ڪليڪٽر) جي نالي سان سڏجي ٿو (3) جڙيل شاهه مارڪيٽ، جڙيل شاهه جي نالي سان قائم آهي، (4) نظام بازار، نظام الدين ميمڻ جي نالي پٺيان موجود آهي، (5) نئون چوڪ، جيڪو 1955ع کان پوءِ ٺهيو ۽ (6) مکي بازار، هن بازار ۾ موجوده سنڌ ڪوآپريٽو بئنڪ وٽ ڪنهن وقت ليلي مل جي مشهور هوٽل هوندي هئي.



تاج محل سئنيما

انگريزن جي دؤر ۾ سيال- مورو روڊ تي هڪ قبائين مسجد موجود هئي، جتي وڏي تعداد ۾ هندو رهندا هئا. جيڪي ورهاڱي بعد ڀارت هليا ويا ۽ سندن جاءِ اردو ڳالهائيندڙ مهاجرن اچي والاري. جن اُتي هڪ وڏي مسجد جوڙائي آهي، اها پنجابين واري مسجد سڏجي ٿي. دادو شهر جي ڪني پاڻيءَ واري کڏ واري هنڌ پهرين صاف پاڻيءَ جو چيچ هوندو هو.

دادو شهر ۾ پهرين پرائمري اسڪول جو بنياد 1886ع ڌاري پيو. ٻيو اسڪول 1908ع ۾ قائم ٿيو ۽ ٽيون مڏل اسڪول 1916ع ڌاري قائم ٿيو 1950ع ڌاري دادو شهر ۾ پير غلام مجدد سرهنديءَ جي سرپرستيءَ ۾

مدرسه انوار العلوم قائم ٿيو جنهن ۾ وڏن عالمن جي سرپرستيءَ هيٺ ديني تعليم عروج تي هئي. ان کان پوءِ 1955ع ۾ دادو جي ٻٺ محلي ۾ سيد امير محمد شاه اميناڻين واري جي سرپرستيءَ هيٺ مدرسه شمس العلوم قائم ٿيو جنهن مدرسي ۾ قرآن مجيد، حديث، فقه، منطق، عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم ڏني ويندي هئي. 1956ع ۾ هن مدرسي کي سرڪاري انتظام هيٺ وٺي اتي پرائمري تعليم جو به انتظام ڪيو ويو.

دادو سول اسپتال جو سنگِ بنياد 16 مارچ 1940ع تي ليڊي گراهم (سنڌ جي اڳوڻي گورنر جي زال) رکيو هو.

دادوءَ ۾ شروع ۾ سيد، ميمڻ، قاضي ۽ هندن جون مختلف ذاتيون رهنديون هيون. سيد اڪثر زميندار ۽ اثر وارا هئا. دادوءَ ۾ هڪ وٽرنري اسپتال به آهي، جڏهن ته ڪيترا پرائمري اسڪول، طالب الموليٰ هاءِ اسڪول ۽ پرمانند هاير سيڪنڊري اسڪول، اُستاد بخاري گورنمينٽ ڊگري ڪاليج ۽ ڪيترا نجي تعليمي ادارا موجود آهن.

سنڌ جو مشهور عوامي شاعر استاد بخاري دادوءَ جو هو. سندس پٽ ۽ ناميارو آرڪيالاجسٽ حاڪم علي شاه بخاري به دادوءَ جي غريب آباد محلي ۾ رهائش پذير آهي. نامور آرڪيالاجسٽ تاج صحرائي، مشهور سياستدان پير الاهي بخش (مرحوم)، پير مظهرالحق، شفيع محمد ميمڻ، ڪلثوم چانڊيو سجيلا لغاري، رشيده پنهور، سورٺ ٿيبو به هتان جا رهواسي آهن. نامور قانوندان علي احمد قريشي، محقق ۽ ڊراما نويس محمد عثمان ميمڻ، هوميوپيٿي ڊاڪٽر نظير احمد چارڻ، لوڪ ادب جو ڄاڻو احمد خان سهاڳ، نامور تاريخدان ابوبڪر مگسي، پروفيسر عبدالله خان مگسي، عربيءَ جو عالم محمد سليمان 'صدائي'، ڊاڪٽر لياقت مگسي، استاد ۽ نامور مترجم سليم سولنگي، نوجوان اديب ۽ صحافي عادل سخيراڻي، نور گهلو، محمد صالح ميمڻ، وزير منگي، تابش بخاري، عاشق دادوي، بشير سيتائي، شاعر اطهر منگي، ڪهاڻيڪار مشتاق پرڙي، قومي ورڪر شوڪت سنڌي، شاگرد اڳواڻ مصطفيٰ جانوري به دادوءَ سان واسطو رکن ٿا. ان کان سواءِ نامور راڳي منظور سخيراڻي، اڪبر بروهي، ٻالڪ سنڌي، سرور سخيراڻي، بخشل شاهاڻي، خادم سخيراڻي، احمد ميمڻ، مزاحيه فنڪار منان عباسي، رشيد چارڻ سميت ڪيترا فنڪار ۽ آرٽسٽ هتي جا رهواسي آهن. وقت سان گڏ سنڌ جو هي شهر وڌندو ۽ ترقي ڪندو رهيو آهي.

**دادو** [2] **(ضلعو)**: دادو ضلعو 1931ع ۾ ڪراچي ضلعي کان ڌار ٿي، جدا ضلعو بڻيو. هي ضلعو چئن تعلقن: دادو، ميهڙ، خيرپور ناٿن شاهه ۽ جوهيءَ تي مشتمل آهي. دادو ضلعي جي ايراضي 19070 چورس ڪلوميٽر آهي. 2010ع جي انگن اکرن موجب دادو ضلعي جي آبادي 1689000، خواندگيءَ

دادو ضلعو

جي شرح 35.56 سيڪڙو آهي. هي ضلعو زراعت، ماهيگيري، صنعت ۽ تجارت جي لحاظ کان سٺي حيثيت رکي ٿو دادو ضلعي ۾ سنڌي ۽ سرائيڪي ڳالهائيندڙ گهڻي تعداد ۾ رهن ٿا، جڏهن ته ڪجهه بلوچي ۽ اردو ڳالهائيندڙ به آباديءَ ۾ شامل آهن. دادو ضلعو معدنيات جي حوالي سان به شاهوڪار آهي. هتي گيهه ۽ کنڊ جا ڪارخانا به قائم آهن. سخت گرمي ۽ سخت سيءَ پوڻ سبب هن ضلعي جي زرعي پيداوار ڪجهه اثرانداز ٿئي ٿي.

دادو ضلعي ۾ قائم پرائمري اسڪولن جو تعداد 1961؛ جڏهن ته 71 مڊل اسڪول؛ 44 ايليمينٽري اسڪول؛ 52 سيڪنڊري اسڪول؛ 10 هاير سيڪنڊري اسڪول؛ 8 ڪاليج؛ 2 ٽيڪنيڪل ڪاليج ۽ 7 ڪن هنري سکيا جا ادارا به قائم آهن. جديد تعليم لاءِ اڄڪلهه نجي تعليمي ادارن به سٺو ڪردار ادا ڪيو آهي. طبي سهوليتن جي سلسلي ۾ دادو ضلعي ۾ هڪ سول اسپتال، ٽي تعلقي اسپتالون، 33 ڊسپينسريون، 46 بنيادي صحت جا مرڪز به ٽي. بي جي علاج جون اسپتالون، 30 ڪن فيملي ويلفيئر مرڪز ۽ 43 جانورن جون اسپتالون، دادو ضلعي ۾ قائم آهن. دادو ضلعي ۾ هڪ ضلعي ڪائونسل، چار تعلقا ۽ 52 يونين ڪائونسلون واقع آهن. دادو ضلعو 97.49 سيڪڙو مسلم آبادي رکندڙ آهي، جڏهن ته 2.05 سيڪڙو هندو آبادي ۽ ڪجهه تعداد عيسائي برادريءَ جو به رهي ٿو.

دادو ضلعو روڊ ۽ ريلوي ذريعي سموري ملڪ سان ڳنڍيل آهي. هتي 1713 ڪلوميٽر پڪا روڊ ناهيل آهن، جڏهن ته هن ضلعي جا رهاڪو پڻ مواصلاتي لحاظ کان ٽيليفون، موبائيل فون ۽ انٽرنيٽ ذريعي دنيا سان رابطي ۾ آهن.

**دادو** [3] (ذات): ايس. ايم. جنا پنهنجي مشهور ڪتاب انسائيڪلوپيڊيا آف ٽرائيبس اينڊ ڪاسٽس ۾ 'دادو' جتن جو هڪ قبيلو ڄاڻايو آهي، جيڪو ملتان پاسي هارپو ڪندو آهي.

**دادو** [4] (ديھ): دادو، تعلقي نارا جي هڪ ديھ آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

هادي بخش پنهيار، ڳوٺ رڏ، جمال الدين پنهيار، محراب مهراڻي، محمد يوسف پنهيار، علي بخش ش، پير اٺو رڏ، شوڪت آباد، ڪرم آباد، حاجي مولابخش پنهيار، حاجي محمد عمر، الهيار پنهيار، گهنور خان پنهيار، سوڍڙا ڳوٺ، جمعو ڪٽي، شر ڳوٺ ۽ غلام ڪٽي.

**دادو تعلقي جو ماضي ۽ حال** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب دادو شهر سان گڏ دادو تعلقي ۾ موجود شهرن، ماڳن ۽ شخصيتن بابت لکيل آهي. ڪتاب جو مرتب محمد عرس 'اظهر' سولنگي آهي. ڪتاب ۾ ڪل 9 باب آهن. پهرئين باب ۾ دادو تعلقي جي بيهڪ، ديهون، ٽپا، سرڪل، شهر جي بيهڪ، شهر جي جوڙجڪ، بازارون، رستا، پاڙا، ڪالونيون، ڳوٺ، پراڻيون عمارتون، خطيب، شهر جا معزز، سرڪاري تعليمي ادارا، خانگي تعليمي ادارا، ٻئي باب ۾ دادوءَ جا اولياء ڪرام، فقيهه، معلم، مدرس، اديب، شاعر، سگهڙ، سماج سڌارڪ، صحافي ۽ ملھ، ٽئين باب ۾ سياستدان، چوٿين باب ۾ ڪلبون، اداڪار، ڄاڻٺا ۽ پوليس جا شهيدَ، پنجين باب ۾ مزاحمتي تحريڪون: بلاولي تحريڪ، مياڻوال تحريڪ خلافت تحريڪ، خاڪسار تحريڪ 1960ع جي ڏهاڪي وارين قومپرست تحريڪن ۽ ايم. آر. ڊي جو احوال، ڇهين باب ۾ سماجي، ادبي ۽ سياسي تنظيمن جو احوال، ستين باب ۾ دادو ضلعي جو آبپاشي نظام، دادو تعلقي جي پٽڻ، ڍنڍن ۽ ڍورن، برساتن ۽ ٻوڏن جو احوال، اٺين باب ۾ آفيسرن ۽ ججن بابت معلومات ۽ نائين باب ۾ دادو تعلقي جي طبعي ڀاڱن، زرعي پيدائش، آمدورفت جي رستن، انتظامي ڍانچي، هنرن ۽ دستڪارين، ماڳن مڪانن ۽ ڳوٺن جو احوال شامل آهي.

ليکڪ ڪتاب جي ارپنا پنهنجي امڙ کي ڪئي آهي. ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ 611 صفحا آهن ۽ ڪتاب جو ملھ 350 روپيا آهي. ڪتاب جو پهريون ڇاپو 2006ع ۾ شايع ٿيو.

**دادو پنٿي**: دادو پنٿ جو بنياد دادو ديال نالي هڪ ويدانتي بزرگ ۽ شاعر رکيو هو جنهن اولھ راجستان ۾ 1544ع ڌاري جنم ورتو ۽ 03-1601ع ڌاري لاڏاڻو ڪيو هو. ڪبير پنٿ کان پوءِ دادو پنٿ هڪ اهم سلسلو آهي، جنهن ۾ ڇهن قسمن جا ساڌو شامل آهن:

(1) **ڪاڪي (خاڪي)**: هي جسم تي ڀڀوت (مٽي) مَليندا آهن ۽ مٿي تي وارن جي چوٽي ڇڏيندا آهن.

(2) **ورڪت يا ورڪتاس**: هي گيڙو ڪپڙا پائيندا، هٿ ۾ ڪٽورو رکندا ۽ ڀڄن ڳائيندا آهن. هڪ هنڌ گهر ناهي نه رهندا آهن، بلڪ لاڏائو آهن.

(3) **نانگا**: هي ڪنن ۾ واليون پائيندا آهن ۽ چوٽي به رکائيندا آهن.

(4) **ٺانپاڌاري**: 'ٺانپا ڌاري' ۽ 'نانگا' پڻ اڇو لباس پهريندا آهن. ٻني ڪندا آهن. مڇون ۽ مٿو ڪوڙيندا آهن. حڪمت ۽ نوڪريون به ڪندا آهن.

دادو پنٿي مورتي پوڄا نه ڪندا آهن ۽ مذهبي رواداريءَ جا قائل آهن.

دادو پنٿ جا ڪل 52 ديار هئا، جن مان 520 نڪون ٺهيون. هن پنٿ ۾ گهڻو ڪري برهمڻ، کتري، راجپوت، جت ۽ گجر ذاتين جا ماڻهو گهڻا شامل آهن.

هن پنٿ جا ماڻهو دادوءَ کي پرنام ڪندا آهن. شام جو آرتي ڪندا آهن. ڏيئا ٻاريندا آهن. ڪين ڪو الڳ مندر نه آهي. هي 'ساڌو رام' يعني 'سچي ڌڻيءَ' جو نالو وٺندا آهن. گرو دادو ديال جا ڪجھ تيرٿ يعني پيالو، چولو ۽ چاکڙي هڪ غار ۾ رکيل آهن، جتي هو رهندو ۽ پوڄا پاٺ ڪندو هو. اُها غار سمڀار ۾ موجود آهي. جيڪڏهن ڪو شخص هن پنٿ ۾ شامل ٿيندو آهي ته پهرين ڪيس هن پنٿ جو جوڳ ڀڃائڻو پوندو آهي. مٿس سختي ڪئي ويندي آهي ته هو گوشت نه کائيندو، برهمچاري ٿي رهندو ۽ ڀنگ نه کائيندو. پنٿ ۾ شامل فرد کي اهڙيون هدايتون گرو ڏيندو آهي. پنٿ ۾ شامل شخص جون مڇون ڏاڙهي ۽ مٿو ڳُرن ۽ ساڌن جي روبرو ڪوڙيو ويندو آهي. سندس مٿي تي صرف چوٽي ڇڏي ويندي آهي ۽ ڪپالي ٻڌي ويندي آهي. دادو پنٿين ۾ مرد توڙي عورتون شامل هوندا آهن. ٻيا پاڻ ۾ شادي نه ڪن، پر سبتر ڌاري دادو پنٿي شادي ڪندا آهن. هنن مان گهڻا واپاري ۽ دولتمند آهن. جيڪي اَن وغيره جو واپار به ڪن ٿا.

**دادوءَ جا وڇڙيل ستارا** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ گريجوئيٽس ائسوسيئيشن دادوءَ پاران ڇپايو ويو آهي، جنهن ۾ دادوءَ سان واسطيدار اديبن، ليکڪن، شاعرن، سياسي ڪارڪنن، سگهڙن، وڪيلن، استادن، واپارين، سماجي ورڪرن سميت مختلف مڪتبہ فڪر جي شخصيتن جي ڪم، خدمتن، عملي ۽ نجي زندگيءَ بابت جامع ڄاڻ ڏني وئي آهي. 88 صفحن تي مشتمل ڪچي جلد سان ڊيمي سائيز ۾ ڇپيل هيءُ ڪتاب، 2009ع ۾ سنڌ گريجوئيٽس ائسوسيئيشن دادوءَ جي نئين چونڊجي آيل باڊيءَ، سرهيہ پرنٽنگ پريس موري مان ڇپرائي پڌرو ڪيو.




**دادو ديال**: دادو ديال اوائلي ويدانتي، شاعريءَ جو اهم شاعر ۽ برهمچاري ٿي گذريو آهي. ڪيس سنڌي ۽ هندي ادب جي اوائلي ادبي تاريخ ۾ جوڳي اهميت حاصل آهي. دادو ديال 1544ع ڌاري سنڌ سان لڳولڳ اولھ راجستان ۾ ڄائو. سندس باري ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو لکن ٿا ته: "دادو ديال هڪ پيڃاري جي گهر ۾ ڄائو ۽ احمدآباد ۾ پلجي وڏو ٿيو. سندس اصل نالو دائود پيار هو ۽ سانير جي درويش شيخ ٻڍڻ صوفيءَ جي دُعا سان پاڻ به هڪ صاف دل صوفي ٿي پيو. سندس ڪيترا پوئلڳ پيدا ٿيا، جن ۾ هندو ۽ مسلمان شامل هئا. هندو فقيرءَ سنت دادو ديال کي پنهنجي ويساھ مطابق هندو

سمجهڻ لڳا. سندس دائري ۾ آيل مسلمان، خاص ڪري بنگال جا مسلمان ڪيس مسلمان مڃيندا هئا. دادو ديال جي مريدن ۾ رجب پٺاڻ هڪ وڏو درويش ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. باغ علي ’شوق‘ جي ڪتاب ’راجستاني زبان و ادب‘ مان دادو ديال ۽ رجب پٺاڻ بابت وڌيڪ معلومات ملي ٿي. باغ علي شوق لکي ٿو ته، ”دادو ديال بابت ڄاڻايل آهي ته ڪبير پنٿ جي مقبوليت سبب جيڪي تحريڪون ۽ پنٿ وجود ۾ آيا. دادو پنٿ انهن ۾ نشانبر آهي، ان جو باني دادو ديال آهي. ان پنٿ ۾ ڇهن قسمن جا ساڌو شامل آهن، جيڪي ڪاڪي (خاڪي)، ورڪت، ٿانياڌاري ۽ ناگا سڏبا آهن. هنن سڀني جي رهڻي ڪهڻي ۽ عبادت جو طريقو ڌار ڌار آهي، پر دادو پنٿين ۾ هڪ ڳالهه مشترڪ آهي ته اُهي مُورتي پوڄا نه ڪندا آهن ۽ وحدانيت تي يقين رکندا آهن ۽ اڪثر شادي به نه ڪندا آهن.



دادو ديال جي پيدائش ۽ ذات جي باري ۾ محققن ۾ اختلاف موجود آهن. ڪي ڪيس برهمڻ ڄاڻائين ٿا، ڪي پيڃارو ته ڪي موچي چون ٿا. دادوءَ جي پيدائش 1544ع بابت اڪثر محققن جو اتفاق آهي. دادو ديال بابت چيو وڃي ٿو ته احمدآباد جي لوڌي رام نالي هڪ برهمڻ کي هو سابرمتي نديءَ مان هڪ صندوق ۾ لڙهندي مليو هو. لوڌي رام سندس پرورش ڪئي.

دادو ديال جي گروءَ جي نالي تي به پردو پيل آهي. دادو جنم ليلا ۾ لکيل آهي ته خود ڀڳوان کيس بشارت ڏني، ان ڪانپوءِ هُو ڀڳت ٿي ويو. اوڻيهن سالن جي عمر ۾ هي امير ۽ ڪلياڻ پور کان ٽيندو نيران ۾ آيو ۽ ڌرم جي پرچار ڪرڻ لڳو. دادوءَ شادي ڪئي ۽ کيس ٻه پٽ ۽ ٻه ڌيئرون ٿيون. وڏي پٽ جو نالو گريبداس (غريب داس) رکيائين. هن 1601ع ۾ لاڏاڻو ڪيو (ڪن محققن ان جو سال 04-1603ع ڄاڻايو آهي). جئپور کانپوءِ ويهه ميل پري نرينا نالي هڪ ڳوٺ ۾ هڪ ٽڪريءَ تي سندس نالي هڪ تيرٿ قائم آهي، جتي وڏي تعداد ۾ ماڻهو هر سال ايندا آهن ۽ ميلو لڳندو آهي.

دادو ديال جي ڪلام لاءِ باغ علي شوق لکي ٿو ته اهو پنگل ۾ آهي، جا راجستاني ۽ برج ڀاشا جو امتزاج ڇئي وڃي ٿي. جڏهن ته ماترڪ چند جي سرشتي کي به ’پنگل‘ سڏجي ٿو. سندس ٻاڻين جو تعداد پنج هزار چيو وڃي ٿو.

دادو ديال کي سنڌ ۾، سنڌي شاعريءَ جي حوالي سان وڏي مڃتا حاصل آهي. سندس هندي دوها شاهه جي رسالي جي سر بيراڳ هنديءَ ۾ موجود آهن. متس قاضي قادن جي سنڌي شاعريءَ جو اثر معلوم ٿئي ٿو. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ڄاڻايو آهي ته دادو ديال سنڌ ۾ ڳچ عرصو رهيو هو، کيس سنڌي ٻوليءَ جي چڱي ڄاڻ هئي.

دادو ديال جي شاعريءَ جي حوالي سان سنڌي ٻوليءَ جي نامياري محقق هيري ٺڪر وڏو ڪم ڪيو آهي، هن راڻيلا ڳوٺ (گجرات) جي دادو پنٿين جي هڪ مڙهيءَ مان قاضي قادن جي شاعري هٿ ڪري، 1978ع ۾ ’قاضي قادن جو ڪلام‘ ڇپايو. اُن سان گڏ هيري ٺڪر هٿ آيل اُن گرنٿ مان دادو ديال جا ڪيترا سنڌي بيت ۽ هڪ ٻه وايون به هٿ ڪيون آهن. ان حوالي سان سنڌي وائيءَ جو پهريون شاعر دادو ديال کي سڏي سگهجي ٿو. اهڙيءَ ريت سنڌي شاعريءَ جي تاريخ جي ٽٽل ڪڙين جوڙڻ ۾ دادو ديال وڏو ڪردار رکي ٿو. دادوءَ جا ڪجهه سنڌي دوها هن ريت ملن ٿا:

دادو غافل ڇو وتين، منجهين رَبُ نهار،
منجهين پرو پاڻ جو، منجهيئي ويچار.
دادو غافل ڇو وتين، آهي منجهه الله،
پري پاڻ جو پاڻ سين، لهي سيوئي ساء.
دادو جئن تِل تلن ۾، جِئن ڳَنڌَ ڦُلن،
جيئن مکڻ کير ۾، تيئن رب رهن.

قاضي قادن ۽ ان دور جي ٻين شاعرن وٽ خُدا جي وحدت وارا جيڪي خيال ملن ٿا، سي دادو ديال جي ڪلام ۾ به ملن ٿا. دادو ديال تي قاضي قاضن جو وڏو اثر هو. هو قاضي قاضن کان پوءِ جو شاعر آهي. قاضي قادن جي وفات وقت دادو ديال ستن سالن جو هو. هن جي شعر تي قاضي قاضن جو اثر پڌرو آهي، اهوئي سبب آهي، جو دادو پنٿين جي گرنٿن ۾ ’سنتن جي واڻي‘ عنوان هيٺ جيڪو ڪلام ملي ٿو ان ۾ قاضي قادن جو ڪلام سڀ کان وڌيڪ آهي. معلوم ٿئي ٿو ته دادو ديال، قاضي قادن جا بيت خود سانديا ۽ پڻ ساڌ سنگت آڏو پڙهيا ۽ جڏهن پنهنجو ۽ ٻين سالڪن سنتن جو ڪلام لکيائين يا لکرايائين ته هڪ جدا بابُ قاضي قادن جي نالي سان آنڌائين. دادو ديال جي خيالن جو اثر متاخرين ۾ شاهه ڪريم، شاهه لطيف ۽ ٻين شاعرن تي به نظر اچي ٿو.

**دادو شاهه:** دادو شاهه جي نالي سان ٽي بزرگ ٿي گذريا آهن. پهريون دادو شاهه، لڪياري سيدن مان هو. جنهن جي نالي سان دادو شهر ٻڌايل آهي، ان جي تربت نورجن جي پرسان ريل واري قبرستان ۾ آهي، اهو قبرستان ڳوٺ نبن شاهه واري دڀيءَ لڳ آهي. هي سيد، ڪلهوڙن جي دور ۾ ٿي گذريو آهي. ٻيو دادو شاهه، جنهن جي مزار شهر دادوءَ ۾ ’تڪيہ اسٽريٽ‘ جي خاتمي وٽ موجود هئي، ان سان گڏ ٻه ٻيون قبرون به هيون. فقير محمد صالح جي، جيڪو ميونسپل ۾ جمعدار هو ۽ امير پير جي، جيڪو راڄل وير جو مريد سڏائيندو هو، پر دادو شاهه جي قبر جي مجاوري به ڪندو هو، جيڪي سندس گهر جي پرسان بند کوٽيءَ ۾ هيون. جتي هاڻي چانڊين جا گهر آهن، اها کوٽي گهرن اندر دٻجي وئي آهي. ٽيون دادن شاهه منائيءَ وارو هو. جنهن جو وصال 80 واري ڏهاڪي ۾ ٿيو. سيد جان علي شاهه ۽ سيد فدا حسين شاهه سندس فرزند آهن. دادو شاهه جي تڪئي واري هنڌ سان لڳ سيد غلام شاهه ۽ سندس ڀاءُ دوسن شاهه رهندا هئا. غلام شاهه کي ٻه پٽ سيد قاسم شاهه ۽ سيد بچل شاهه ٿيا. اتي سيدن جون حويليون هونديون هيون. پهريون دادو شاهه (جنهن جي نالي سان دادو شهر سڃاتو وڃي ٿو) ڪلهوڙن جي دور جو چيو وڃي ٿو. هو نورجن جي آسپاس جو رهاڪو هو ۽

ڪلهوڙن جو خاص ماڻهو هو. ڪلهوڙن پاران کيس ڪڇي جي ديهه چوٽيءَ ۾ 300 ايڪڙ زمين به مليل هئي، جيڪا پوءِ پاڪستان ٺهڻ بعد به جڙيل شاهه وٽ هئي. هن 'جڙيل شاهه ٽرسٽ' به قائم ڪيو. دادو- مورو روڊ جي ڏکڻ ۾ ڳوٺ ٻڍي لُنڊ جي اوڀرندي پاسي سيد دادو شاهه جا پاڻ هوندا هئا. ماستر شجاع سانوڻائيءَ جي لکت موجب هن اُتان جي ڏاهري ذات وارن مان شادي ڪئي، جنهن مان کيس اولاد ڪو نه ٿيو ۽ بعد ۾ ٻي شادي ڪيائين. سندس ڳوٺ کي درياهه پائي ويو، جنهن بعد اتان لڏي ڪوراين ۽ مستوين جي پِر ۾ دادو شاهه نالي ٻيو ڳوٺ ٻڌي رهڻ لڳو. ٿوري عرصي بعد ان ڳوٺ به ننڍي شهر جي صورت اختيار ڪري ورتي، پر سندس وفات بعد اهو ڳوٺ به درياهه پائي ويو. دادو شاهه جي پيڙهيءَ مان جيئندل شاهه موجوده دادو شهر واري هنڌ اچي رهيو ۽ ڳوناڻن کي 40- 50 ايڪڙ زمين ڏئي، اتي آباد ڪري وڏي ڏاڏي دادو شاهه جي نالي سان شهر کي آباد ڪيو. ماستر محمد شجاع سانوڻائيءَ جي قلمي نسخي موجب دادو شاهه جو پويون شجرو هن ريت آهي: دادو شاهه کي پٽ عبدالرحيم شاهه، عبدالرحيم شاهه کي ٻه پٽ سيد فضل علي شاهه ۽ سيد حاجي شاهه، انهن مان سيد فضل علي شاهه کي هڪ پٽ سيد سڪيل شاهه، جنهن کي هڪ پٽ سيد نظام علي شاهه ٿيا ۽ نظام علي شاهه کي ٻه پٽ نور محمد شاهه ۽ الف شاهه ٿيا. عبدالرحيم شاهه جي ٻئي پٽ سيد حاجي شاهه کي ٻه پٽ سيد مولا بخش شاهه ۽ سيد جيئندل شاهه ٿيا، جن مان مولا بخش کي هڪ پٽ سيد مصري شاهه ٿيو. مصري شاهه، دادو شهر جي گهڻي مالڪي ڪئي ۽ راڄن تي هٿ رکيو. وڏي ڏيا وارو مڙس هو. سندس نياڻي جڙيل شاهه کي ڏنل هئي، جنهن کي دادوءَ جي خاتون اول جو لقب مليو. جو جڙيل شاهه دادو ميونسپل ڪميٽيءَ جو پهريون چونڊيل صدر چيو وڃي ٿو. جيئندل شاهه کي هڪ پٽ جڙيل شاهه ٿيو، جنهن کي هڪ پٽ جيئندل شاهه ٿيو ۽ وري ان کي هڪ پٽ ٿيو، جنهن جو نالو جڙيل شاهه رکيو ويو. نورجن واري قبرستان ۾ دادو شاهه جي مزار تي قبو اڏيل هو، جنهن ۾ سندس چاچي نور محمد شاهه جي مزار پڻ هئي، هاڻ اهو مقبرو ڊهي چڪو آهي. ٻنهي مزارن تي ڪاشيءَ جا ڪتبا لڳل آهن، جن تي دادو شاهه ۽ نور محمد شاهه جا نالا اڪريل هئا. واڌن شاهه ۽ جيوڻ شاهه سندس پيڙهيءَ (يعني ٻئي دادو شاهه) مان هئا.

**دادو ضلعو- جاگرافيءَ ۽ تاريخ جي آئيني ۾** (ڪتاب): هيءُ ننڍڙو ڪتابڙو نامور اديب ۽ ليکڪ تاج صحرائيءَ جو لکيل آهي، جنهن ۾



ياڱي ٻئي طور کيرٿر جبل- گورگ جي چوٽيءَ متعلق ڄاڻ ڏني وئي آهي. هن ڪتابڙي جي پهرئين صفحي تي کيرٿر جبل جي قطارن جو نقشو ڏنل آهي. ان سميت گورک جي هنج ۾ پليل تهذيب، اتي جي ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي، تهذيبي ۽ تاريخي نشانن بابت به معلومات ڏني وئي آهي. ڪتاب ۾ دادو ضلعي ۾ موجود گورک جي پهاڙي سلسلي سان لاڳاپيل 39 ماڳن جي فهرست جاءِ وقوع، ماڳ جو دؤر ۽ ان کي ڳولي لهندڙ قديم آثارن جي ماهر جي ڄاڻ ڏني وئي آهي.

ڪتاب جي وچ واري صفحي تي تاريخ کان اڳ ۾، سنڌ ۾ موجود قديم ماڳن جو پورو وچور نقشي جي صورت ۾ موجود رکيو ويو آهي. ان کان سواءِ گورک تي واقع جابلو لڪن، ان جي مختلف چوٽين، اهم هنڌن، جهنگلي جيوت ۽ خاص ڏٺن جي سرسري طور جامع ڄاڻ ڏيڻ سميت شهزادي گوهر هيري- سام ٽيهن سالن واري جنگ جو به تذڪرو آهي. 42 صفحن تي مشتمل، ڪرائون سائيز جي هن ڪتابڙي جي قيمت 10 روپيا آهي. هيءُ ڪتابڙو سنڌ ايجيوڪيشن ٽرسٽ، حيدرآباد پاران 1997ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو.

**دادو ڪئنال**: دادو ڪئنال، سکر بئراج کان ساڄي طرف سنڌونديءَ مان سکر شهر وٽان نڪرندڙ هڪ اهم ڪئنال آهي. هن ڪئنال جي ڊيگهه 125 ميل آهي. سکر بئراج کان هن ڪئنال جي ڊسچارج 5400 ڪيوسڪ پاڻي آهي. هيءُ ڪئنال سڄو سال (Perenial Canal) وهندو آهي. هي ڪئنال سکر کان نڪري شڪارپور، لاڙڪاڻي ۽ دادو ضلعن مان وهي ٿو. دادو ڪئنال تي لاڙڪاڻي ضلعي ۾ آر. ڊي-191.57، آر. ڊي-250.60، آر. ڊي-283.52، آر. ڊي-331.91، آر. ڊي-383.47 ڪراس ريگيوليٽر آهن. هنن ڪراس ريگيوليٽرن جي ريماڊلنگ ڪري دروازا وڌايا ويا آهن. دادو ڪئنال تي خريف جو فصل 40 سيڪڙو ۽ ربيع جو فصل 45 سيڪڙو ٿيندو آهي. دادو ڪئنال لاڙڪاڻي ضلعي مان 45 ميل وهي ٿو. هن ڪئنال جا ڪجهه حصا پراڻي الهندي ناري واهه مان به آهن. لاڙڪاڻي ضلعي ۾ دادو ڪئنال جي زمينن ۾ انبن، زيتونن ۽ ڪجين جا وڏا باغ آهن.



دادو ڪئنال مان لاڙڪاڻي ضلعي ۾ هيٺيان واهه ۽ شاخون نڪرن ٿيون:

1. **نصرت مائينر:** نصرت مائينر دادو ڪئنال مان آر.ڊي- 157.5 کان کٻي طرف نڪري ٿي. هن مائينر جي ڊيگهه 4.0 ميل، ڊسچارج 34.20 ڪيوسڪ آهي. نصرت مائينر تي 2766 ايڪڙ زمين موجود آهي، جنهن مان 2234 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مان 11 واهه نڪرن ٿا.
2. **ڦلپوٽا مائينر:** ڦلپوٽا مائينر دادو ڪئنال مان آر.ڊي-191.57 کان کٻي طرف نڪري ٿي. هن جي ڊيگهه 2.59 ميل، ڊسچارج ڪيوسڪس آهي. ڦلپوٽا مائينر تي 1095 ايڪڙ زمين رکيل آهي، جنهن مان 1053 ايڪڙ زمين

آباديءَ لائق آهي. هن مان 6 واهه نڪرن ٿا.

3. **شاهه مائينر:** شاهه مائينر دادو ڪئنال مان آر.ڊي-191.57 ڪراس ريگيوليٽر ڪان نڪري ٿي. هيءَ تمام ننڍي شاخ 100 فوٽ ڊگهي آهي. ڊسچارج 1.44 ڪيوسڪس اٿس. هن مائينر تي 353 ايڪڙ زمين رڪيل آهي. جن مان 293 ايڪڙ آباديءَ لائق آهي. هن مان 3 واهه نڪرن ٿا.

4. **آگاٽي مائينر:** آگاٽي مائينر دادو ڪئنال مان آر.ڊي-215.89 ڪاهي پاسي کان نڪري ٿي. هن مائينر جي ڊيگهه 1.38 ميل آهي، جڏهن ته ڊسچارج 9.78 ڪيوسڪس آهي. آگاٽي مائينر تي 1297 ايڪڙ زمين رڪيل آهي، جنهن مان 1273 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مان 6 واهه نڪرن ٿا.

5. **ماهوٽا مائينر:** ماهوٽا مائينر دادو ڪئنال مان آر.ڊي-218.19 مان نڪري ٿي. هن جي ڊيگهه 1.2 ميل، ڊسچارج 4.11 ڪيوسڪس آهي. ماهوٽا مائينر تي 678 ايڪڙ زمين رڪيل آهي، ان مان 633 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مان 5 واهه نڪرن ٿا.

6. **سامٽيا مائينر:** سامٽيا مائينر دادو ڪئنال مان آر.ڊي-232.93 مان نڪري ٿي. هن جي ڊيگهه 400 فوٽ آهي. ڊسچارج 5.21 ڪيوسڪس آهي. هن مائينر تي 375 ايڪڙ زمين رڪيل آهي، ان مان 353 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مان 3 واهه نڪرن ٿا.

7. **سعدو ديرو مائينر:** سعدو ديرو مائينر دادو ڪئنال مان آر.ڊي-233 مان نڪري ٿي، هن مائينر جي ڊيگهه 3.34 ميل، ڊسچارج 6.75 ڪيوسڪس آهي. هن مائينر تي 1538 ايڪڙ زمين رڪيل آهي. ان مان 1406 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مان 10 واهه نڪرن ٿا.

8. **مسو حب مائينر:** مسو حب مائينر دادو ڪئنال مان آر.ڊي-233 مان نڪري ٿي، هن جي ڊيگهه هڪ ميل، ڊسچارج 27.95 ڪيوسڪس آهي. هن مائينر تي 2539 ايڪڙ زمين رڪيل آهي، ان مان 2383 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي، هن مائينر مان 7 واهه نڪرن ٿا.

9. **گهانگرا مائينر:** گهانگرا مائينر دادو ڪئنال مان آر.ڊي-237.8 مان نڪري ٿي. هن جي ڊيگهه اڌ ميل، ڊسچارج 11 ڪيوسڪس آهي. گهانگرا مائينر تي 457 ايڪڙ زمين رڪيل آهي. ان مان 396 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مان 4 واهه نڪرن ٿا.

10. **فتح مائينر:** فتح مائينر دادو ڪئنال مان آر.ڊي-241 ڪان نڪري ٿي. هن مائينر جي ڊيگهه 1.5 ميل، ڊسچارج 2.57 ڪيوسڪس آهي. هن تي 1481 ايڪڙ زمين رڪيل آهي، ان مان 1454 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي، فتح مائينر مان 9 واهه نڪرن ٿا.

11. **ڦل مائينر:** ڦل مائينر دادو ڪئنال مان آر.ڊي-249 ڪان نڪري ٿي. هن مائينر جي ڊيگهه 2.72 ميل، ڊسچارج 21.58 ڪيوسڪس آهي. ڦل مائينر تي 616 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مان 8 واهه نڪرن ٿا.

12. **لاڙڪاڻو مائينر:** لاڙڪاڻو مائينر دادو ڪئنال مان آر.ڊي-49 ڪان نڪري ٿي. هن مائينر جي ڊيگهه 4.06 ميل، ڊسچارج 46.73 ڪيوسڪس آهي. هن مائينر تي 892 ايڪڙ زمين رڪيل آهي. ان مان 814 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مائينر مان 6 واهه نڪرن ٿا. هن مائينر مان ڊانڊو مائينر آر.ڊي-30 ڪان نڪري ٿي. هن جي ڊيگهه 1.88 ميل ڊسچارج 10.42 ڪيوسڪ آهي. هن مائينر تي 872 ايڪڙ زمين رڪيل آهي. ان مان 842 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مان 11 واهه نڪرن ٿا.

13. **پير شيخ شاخ:** پير شيخ شاخ دادو ڪئنال مان آر.ڊي-250 ڪان نڪري ٿي. هن مائينر جي ڊيگهه 1.32 ميل، ڊسچارج 6.52 ڪيوسڪس آهي. هن تي 363 ايڪڙ زمين رڪيل آهي. ان مان 342 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مان 4 واهه نڪرن ٿا.

14. **پليجا مائينر:** پليجا مائينر دادو ڪئنال مان آر.ڊي-259 ڪان نڪري ٿي. هن مائينر جي ڊيگهه 2.3 ميل، ڊسچارج 11.45 ڪيوسڪس آهي. هن تي 839 ايڪڙ زمين رڪيل آهي. ان مان 753 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مان 7 واهه نڪرن ٿا.

15. **هزارو شاخ:** هزارو شاخ دادو ڪئنال مان آر.ڊي-262 مان نڪري ٿي. هن جي ڊيگهه 1356 ميل، ڊسچارج 28.06 ڪيوسڪس آهي. هن شاخ تي 2372 ايڪڙ زمين رڪيل آهي. ان مان 2311 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مان 16 واهه نڪرن ٿا.

16. **گل سپي شاخ:** گل سپي شاخ دادو ڪئنال مان آر.ڊي-279.66 ڪان نڪري ٿي. هن شاخ جي ڊيگهه 9 ميل، ڊسچارج 116.98 ڪيوسڪس آهي. هن شاخ تي 12377 ايڪڙ زمين رڪيل آهي. ان مان 7896 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن شاخ مان 36 واهه نڪرن ٿا.

17. **قطب مائينر:** قطب مائينر دادو ڪئنال مان آر.ڊي-280.50 ڪان نڪري ٿي. هن مائينر جي ڊيگهه 2.67 ميل، ڊسچارج 15.59 ڪيوسڪس آهي. قطب مائينر تي 770 ايڪڙ زمين رڪيل آهي. ان مان 747 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مان 3 واهه نڪرن ٿا.

18. **باقراڻي مائينر:** باقراڻي مائينر دادو ڪئنال مان آر.ڊي-282.97 ڪان نڪري ٿي. هن مائينر جي ڊيگهه 4.76 ميل، ڊسچارج 50.26 ڪيوسڪس آهي. هن تي 2932 ايڪڙ زمين رڪيل آهي. ان مان 2840 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. باقراڻي شاخ مان 21 واهه نڪرن ٿا.

19. **جتوئي شاخ:** جتوئي شاخ دادو ڪئنال مان آر.ڊي-283.4 ڪان نڪري ٿي. هن جي ڊيگهه 3.65 ميل، ڊسچارج 85.06 ڪيوسڪس آهي. هن تي 974 ايڪڙ زمين رڪيل آهي. ان مان 896 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مان 10 واهه نڪرن ٿا. ان کان سواءِ هن شاخ مان هيٺيان مائينر پڻ نڪرن ٿا.

**(الف) نبي بخش مائينر:** نبي بخش مائينر جتوئي شاخ مان آر.ڊي-5.33 ڪان نڪري ٿي، هن مائينر جي ڊيگهه 2.5 ميل، ڊسچارج 34.5 ڪيوسڪس آهي. هن مائينر تي 1378 ايڪڙ زمين رڪيل آهي. ان مان 1303 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مان 13 واهه نڪرن ٿا.

**(ب) ڏانداري مائينر:** ڏانداري مائينر جتوئي شاخ مان آر. ڊي-14.59 مان نڪري ٿي. هن جي ڊيگهه 1.1 ميل، ڊسچارج 8.85 ڪيوسڪس آهي. هن مائينر تي 638 ايڪڙ زمين رڪيل آهي. ان مان 780 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مائينر مان 6 واهه نڪرن ٿا.

20. **ڊوڪا مائينر:** ڊوڪا مائينر دادو ڪئنال مان آر.ڊي301 ڪان نڪري ٿي.

دادو ڪئنال

هن مائينر جي ڊيگهه 2.16 ميل، ڊسچارج 13.60 ڪيوسڪس آهي. هن تي 1151 ايڪڙ زمين رڪيل آهي. ان مان 995 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مان 7 واهه نڪرن ٿا.

21. **ڪاٽيا مائينر:** ڪاٽيا مائينر، دادو ڪئنال مان آر.ڊي-301 کان نڪري ٿي. هن جي ڊيگهه 1.32 ميل، ڊسچارج 14.42 ڪيوسڪس آهي. هن مائينر تي 1151 ايڪڙ زمين رڪيل آهي. ان مان 1095 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مان 7 واهه نڪرن ٿا.

22. **آريجا مائينر:** آريجا مائينر دادو ڪئنال مان آر.ڊي-310 مان نڪري ٿي. هن مائينر جي ڊيگهه 1.84 ميل، ڊسچارج 7.54 ڪيوسڪس آهي. هن مائينر تي 1796 ايڪڙ زمين رڪيل آهي. ان مان 1756 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مان 9 واهه نڪرن ٿا.

23. **موسيٰ مائينر:** موسيٰ مائينر، دادو ڪئنال مان آر. ڊي-311 مان نڪري ٿي. هن جي ڊيگهه 3 ميل، ڊسچارج 30.69 ڪيوسڪس آهي. هن تي 2656 ايڪڙ زمين رڪيل آهي. ان مان 2101 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مان 18 واهه نڪرن ٿا.

24. **پناڻ شاخ:** پناڻ شاخ دادو ڪئنال مان آر. ڊي-311 کان نڪري ٿي. هن مائينر ۾ پاڻيءَ جو ڊسچارج 17.55 ڪيوسڪس آهي. هن تي 1566 ايڪڙ زمين رڪيل آهي. ان مان 11520 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مائينر مان 3 واهه نڪرن ٿا.

25. **بڪوديرو مائينر:** بڪو ديرو مائينر دادو ڪئنال مان آر.ڊي-315.83 مان نڪري ٿي. هن جي ڊيگهه 2.37 ميل، ڊسچارج 21.52 ڪيوسڪس آهي. هن تي 1259 ايڪڙ زمين رڪيل آهي. ان مان 1212 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مان 13 واهه نڪرن ٿا.

26. **سنڌيلو مائينر:** سنڌيلو مائينر دادو ڪئنال مان آر.ڊي- 317.0 کان نڪري ٿي. هن مائينر جي ڊيگهه 0.018 ميل، ڊسچارج 14.64 ڪيوسڪس آهي. هن مائينر تي 746 ايڪڙ زمين رڪيل آهي. ان مان 732 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. سنڌيلو مائينر مان 3 واهه نڪرن ٿا.

27. **موهن جو دڙو مائينر:** موهن جو دڙو مائينر، دادو ڪئنال مان آر. ڊي-331.90 کان نڪري ٿي. هن مائينر جي ڊيگهه 4.25 ميل، ڊسچارج 57.77 ڪيوسڪس آهي. هن مائينر تي 3640 ايڪڙ زمين رڪيل آهي. ان مان 3635 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مائينر مان 22 واهه نڪرن ٿا.

ان کان سواءِ هن مائينر مان شاهه بيگ مائينر آر. ڊي-17.87 مان نڪري ٿي. هن مائينر ۾ پاڻيءَ جو ڊسچارج 1.62 ڪيوسڪس آهي. هن مائينر تي 590 ايڪڙ زمين رڪيل آهي. ان مان 540 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مائينر مان 5 واهه نڪرن ٿا.

28. **وڪڙو مائينر:** وڪڙو مائينر دادو ڪئنال مان آر.ڊي-331.91 مان نڪري ٿي. هن مائينر جي ڊيگهه 2.24 ميل، ڊسچارج 7.78 ڪيوسڪس آهي. هن مائينر تي 1027 ايڪڙ زمين رڪيل آهي. ان مان 1005 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مائينر مان 9 واهه نڪرن ٿا.

29. **ڏوڪري مائينر:** ڏوڪري مائينر دادو ڪئنال مان آر.ڊي-331.91 کان نڪري ٿي. هن مائينر جي ڊيگهه 5.92 ميل، ڊسچارج 64.58 ڪيوسڪس آهي. هن مائينر تي 5158 ايڪڙ زمين رڪيل آهي. ان مان 1251 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مان 7 واهه نڪرن ٿا. جڏهن ته هن مائينر مان هيٺيان واهه ۽ مائينر پڻ نڪرن ٿا:

**(الف) سنهڙي مائينر:** سنهڙي مائينر ڏوڪري مائينر مان آر.ڊي-23 مان نڪري ٿي. هن جي ڊيگهه 0.93 ميل، ڊسچارج 15.65 ڪيوسڪس آهي. هن مائينر تي 1269 ايڪڙ زمين رڪيل آهي. ان مان 1251 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مان 7 واهه نڪرن ٿا.

**(ب) ٻٽ مائينر:** ٻٽ مائينر ڏوڪري مائينر مان آر.ڊي-25 کان نڪري ٿي. هن مائينر جي ڊيگهه 3 ميل، ڊسچارج 24.56 ڪيوسڪس آهي. هن مائينر تي 2553 ايڪڙ زمين رڪيل آهي، ان مان 2063 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مان 10 واهه نڪرن ٿا.

**(پ) خير واهه مائينر:** خير واهه مائينر ڏوڪري شاخ مان آر.ڊي-26 کان نڪري ٿي. هن مائينر جي ڊيگهه 1.7 ميل، ڊسچارج 8.04 ڪيوسڪس آهي. هن مائينر تي 1299 ايڪڙ زمين رڪيل آهي. ان مان 992 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مان 5 واهه نڪرن ٿا.

30. **حسن واهڻ مائينر:** حسن واهڻ مائينر دادو ڪئنال مان آر.ڊي-341.92 مان نڪري ٿي. هن مائينر جي ڊيگهه 0.132 ميل، ڊسچارج 2.80 ڪيوسڪس آهي. هن تي 694 ايڪڙ زمين رڪيل آهي. ان مان 280 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مان 2 واهه نڪرن ٿا.

31. **جکرو مائينر:** جکرو مائينر دادو ڪئنال مان آر.ڊي-375.94 کان نڪري ٿي. هن مائينر جي ڊيگهه 0.06 ميل، ڊسچارج 7.78 ڪيوسڪس آهي. جکرو مائينر تي 2304 ايڪڙ زمين رڪيل آهي. ان مان 1115 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مان 6 واهه نڪرن ٿا.

32. **عالماڻي مائينر:** عالماڻي مائينر دادو ڪئنال مان آر.ڊي-332.83 کان نڪري ٿي. هن مائينر جي ڊيگهه 1.72 ميل، ڊسچارج 23.42 ڪيوسڪس آهي. هن مائينر تي 3556 ايڪڙ زمين رڪيل آهي. ان مان 3433 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مان 12 واهه نڪرن ٿا. هي مائينر پراڻي ڏامراهه واهه مان نڪتل آهي، جيڪو الهندي ناري واهه مان وهندو هو.

33. **قبوليو شاخ:** قبوليو شاخ دادو ڪئنال مان آر.ڊي-383 کان نڪري ٿي. هن شاخ جي ڊيگهه 3.1 ميل، ڊسچارج 12.09 ڪيوسڪس آهي. هن شاخ تي 2073 ايڪڙ زمين رڪيل آهي. ان مان 1440 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مان 4 واهه نڪرن ٿا.

34. **ڪاراڻي مائينر:** ڪاراڻي مائينر دادو ڪئنال مان آر.ڊي-383 کان نڪري ٿي. هن مائينر جي ڊيگهه 3.3 ميل، ڊسچارج 25.0 ڪيوسڪس آهي. هن مائينر تي 2417 ايڪڙ زمين رڪيل آهي. ان مان 1597 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مان 11 واهه نڪرن ٿا.

**(الف) ويهڙ مائينر:** ويهڙ مائينر ڪاراڻي مائينر مان آر.ڊي-7.75 کان نڪري ٿي. هن مائينر جي ڊيگهه 2.4 ميل، ڊسچارج 8.93 ڪيوسڪس آهي. هن مائينر جي ڊيگهه 2.4 ميل، ڊسچارج 8.93 ڪيوسڪس آهي. هن مائينر تي

3220 ايڪڙ زمين رکيل آهي. ان مان 2582 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مان 7 واهه نڪرن ٿا.

**(ب) گاجي ديرو مائينر:** گاجي ديرو مائينر ڪاراٽي مان آر.ڊي-1656 کان نڪري ٿي. هن مائينر جي ڊيگهه 0.88 ميل، ڊسچارج 5.66 ڪيوسڪس آهي. هن مائينر تي 1995 ايڪڙ زمين رکيل آهي. ان مان 1032 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مان 2 واهه نڪرن ٿا. **(ب) فتح پور مائينر:** فتح پور مائينر، ڪاراٽي شاخ مان آر.ڊي-16.6 کان نڪري ٿي. هن مائينر جي ڊيگهه 0.8 ميل، ڊسچارج 5.83 ڪيوسڪس آهي. هن مائينر تي 2537 ايڪڙ زمين رکيل آهي. ان مان 1972 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مائينر مان 3 واهه نڪرن ٿا.

35. **ٽانڙي مائينر:** ٽانڙي مائينر دادو ڪئنال مان آر.ڊي-383.4 کان نڪري ٿي. هن مائينر جي ڊيگهه 7 ميل، ڊسچارج 33.04 ڪيوسڪس آهي. هن مائينر تي 4997 ايڪڙ زمين رکيل آهي. ان مان 4849 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مان 27 واهه نڪرن ٿا. ان کان سواءِ هن مان پليڏنو مائينر آر.ڊي-16.66 کان نڪري ٿي. هن مائينر جي ڊيگهه 0.62 ميل، ڊسچارج 4.53 ڪيوسڪس آهي. هن تي 1063 ايڪڙ زمين رکيل آهي. ان مان 1058 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مائينر مان 4 واهه نڪرن ٿا.

36. **لاشاري مائينر:** لاشاري مائينر دادو ڪئنال مان آر.ڊي-417 کان نڪري ٿي. هن جي ڊيگهه 0.76 ميل، ڊسچارج 5.17 ڪيوسڪس آهي. هن مائينر تي 2852 ايڪڙ زمين رکيل آهي. ان مان 959 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. هن مائينر مان 6 واهه نڪرن ٿا.

لاڙڪاڻي ضلعي ۾ دادو ڪئنال مان نڪرندڙ شاخون هتي ختم ٿيون. هنن شاخن جي ڊيگهه تمام ننڍي آهي، ڇاڪاڻ ته دادو ڪئنال جي ساڄي پاسي کان رائيس ڪئنال ۽ کابي پاسي کان سنڌو نديءَ جو بچاءُ بند ويجها آهن. دادو ڪئنال، پراڻي نصرت واهه، گهاڙ واهه ۽ الهندي ناري مان آباد ٿيندڙ زمين کي آباد ڪري ٿو.

دادو ڪئنال ڪن حصن ۾ پراڻي الهندي ناري واهه مان وهي ٿو. ڪجهه ان جون پراڻيون وڏيون موريون به اجا بيٺيون آهن.

دادو ڪئنال مان 47 شاخون نڪرن ٿيون، جن جي ڊيگهه 104 ميل آهي. شاخن مان 424 واهه (Out lets) نڪرن ٿا. دادو ڪئنال تي 90838 ايڪڙ زمين رکيل آهي. ان مان 75025 ايڪڙ زمين آباديءَ لائق آهي. 68771 ايڪڙ زمين خريف ۽ ربيع جي موسم ۾ آباد ٿئي ٿي. دادو ڪئنال تي اٽڪل 18 موريون رستن جون آهن. دادو ڪئنال تي هنن شهرن ۾ انسپيڪشن بنگلا آهن: (1) نصرت، (2) نئون ديرو، (3) باقراڻي شهر، (4) ڏوڪري، (5) گاجي ديرو، (6) عالماڻي وغيره.

**دادوڪي:** تعلقي ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

دوڻ، ڪانڌيرو پليجو جوکيو، شادي عالماڻي، نور محمد، حاجي محمد مگڻهار، حاجي لالو لاشاري، عطا حسين دادو، جان محمد لاشاري، غلام حسين مگڻهار، امام ڏنو مهاڻو، فقير محمد پناڻ، ماچي ڳوٺ ۽ محمد رحيم سومرو.

**دادو منهنجون يادون (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب نامور ليکڪ ۽ محقق ڏٽي بخش مگسيءَ (مرحوم) جو لکيل آهي، جنهن کي سندس فرزند ڊاڪٽر لياقت علي مگسيءَ سهيڙيو آهي.




مرتب پاران ڪتاب جو انتساب پنهنجي عزيزن سميت دادو شهر اڏيندڙ هندو پائيبندن جي نالي ڪيو ويو آهي. ڪتاب کي ڇئن ڀاڱن ۾ ورهايو ويو آهي، جن ۾: (1) دادو شهر، (2) دادو ضلعي، (3) دادوءَ جي اهم شخصيتن جو احوال ۽ (4) متفرقات شامل آهن. ڪتاب جي آخر ۾ مددي ڪتابن جا نالا ڏنا ويا آهن. ان کان سواءِ مصنف ڏٽي بخش مگسيءَ جو تعارف پڻ ڏنو ويو آهي. ڊيمي سائيز جو هيءُ ڪتاب588 صفحن تي مشتمل آهي ۽ اُن جو ملهه 300 روپيا آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 2005ع ۾ 'ڪاڇو پبليڪيشن' پاران ڇپرائي پڌرو ڪيو ويو.

**دادو- مورو پُل:** هيءُ پُل سنڌو درياهه تي قائم آهي، جيڪا دادو ۽ ضلعي نوشهري فيروز کي پاڻ ۾ ڳنڍي ٿي. هيءُ پُل جنرل ضياء الحق جي دؤر حڪومت ۾ نهي تيار ٿي. اصل ۾ هي پُل سَن ۽ سڪرنڊ کي ملائڻ لاءِ محرابپور واري پتڻ کان نهڻي هئي، جنهن لاءِ جي. ايم. سيد ابتدا کان ڪوشش ڪئي، پر ان دؤر جي حڪومت، جي. ايم. سيد جي علائقي ۾ ان قسم جي سهوليت ڏيڻ لاءِ تيار نه ٿي، ان ڪري اڳتي هلي هيءُ پُل موري ۽



دادو شهرن کي لليا پتڻ وٽان ڳنڍڻ لاءِ تعمير ڪرائي وئي. هن پل ذريعي سنڌ جي ڪوهستان ۽ وچولي وارو ڀاڱو هڪ ٻئي سان ڳنڍيل آهي. 2010ع واري مها ٻوڏ ۾ هن پُل کي ڪجهه ڇيهو به رسيو هو ۽ ڪيترو عرصو مقامي آبادي تڪليف ۾ رهي ۽ آمدرفت پڻ بند رهي.

**دادوءَ واري ماهي (ماڳ):** هي ماڳ قبل از تاريخ جي اوائلي دؤر جا معلوم ٿين ٿا. هي ماڳ ديهه ڏيسوٽي، تعلقي ٿاڻي بولا خان، ضلعي جامشوري ۾ "74 '24 °25 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ "56 '55 °67 اوبر ڊگهائي ڦاڪ تي واقع آهي. قديم آثارن جي ماهرن جو چوڻ آهي ته هي ڪوٽيرا اصل ۾ قبرون آهن. هن قسم جون قبرون ڪوهستان واري علائقي ۾ ٻين به ڪيترن هنڌن تي موجود آهن. قديم آثارن جي ڊائريڪٽريءَ جي مصنفن حاڪم علي شاهه بخاري ۽ محمد عثمان ميمڻ هنن کي سنگرار (Crain)

لکيو آهي. هن قسم جي قبرن جي کوٽائي هينئر تائين ڊملوٽيءَ جي پروارن هنڌن تي ٿي آهي. هنن مزارن کي پٿر جي بلاڪن کي گول دائري ۾ کوڙي، انهن مٿان هڪ يا هڪ کان وڌيڪ بلاڪ رکي، ڍڪي ڍاهيو ويو آهي.

هنن قبرن مان هڪ قبر اهرام جي صورت ۾ ملي آهي. جيڪا ساڍن پنجن ميٽرن جي ٿهيل آهي. جيتوڻيڪ هتي ڪا به تاريخي يا ثقافتي وٿ نه ملي آهي، پر پوءِ به پرسان واديءَ ۾ ٺڪرائي جا ٽڪرا گهڻي تعداد ۾ پکڙيل ملن ٿا، جن مان ماهرن جو خيال آهي ته اهي گهاٽ پاڻيءَ لاءِ استعمال هيٺ رهيا آهن.

**دادوي، غلام مصطفيٰ:** ناميارو تعليمدان، استاد ۽ ليکڪ غلام مصطفيٰ داديءَ جو پورو نالو غلام مصطفيٰ ولد جمعو خان پنهور هو. سندس جنم ڳوٺ ڦل پنهور، ضلعي ۽ تعلقي دادوءَ ۾ ٿيو. هن ابتدائي ديني تعليم محمد سليمان صدائيءَ جي مدرسي دارالفيوض دادوءَ مان حاصل ڪئي. بعد ۾ درس نظامي ۽ اديب عالم جو امتحان پاس ڪيو. ان دوران ڊائريڪٽر انسٽرڪشن سنڌ، شمس العلماء عمر بن محمد دائودپوٽي سان سندس ملاقات ٿي، جنهن کيس تعليم کاتي ۾ عربيءَ جو استاد مقرر ڪيو. غلام مصطفيٰ



دادوي پنهنجي تدريسي سفر دوران ضلعي ٺٽي، ٽنڊي باگي، ميهڙ ۽ دادو ضلعن جي مختلف هاءِ اسڪولن ۾ عربيءَ جي استاد طور پنهنجون ذميواريون سرانجام ڏيندي گورنمينٽ هاءِ اسڪول سوسائٽي، نمبر-1، حيدرآباد مان رٽائر ٿيو. صدر اسڪندر مرزا جي دؤر حڪومت ۾ حيدرآباد ۾ ڪل پاڪستان عربي ڪانفرنس ڪوٺائي وئي، جنهن ڪانفرنس ۾ سڄي ملڪ مان عربيءَ جا عالم شريڪ ٿيا. شمس العلماء عمر بن محمد دائودپوٽو پڻ ان ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيو. هن ڪانفرنس کي منعقد ڪرڻ ۾ غلام مصطفيٰ دادويءَ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو. ان سلسلي ۾ مولانا فضل احمد غزنويءَ، غلام مصطفيٰ دادويءَ سان ڀرپور سهڪار ڪيو. جنهن غزنوي هوٽل حيدرآباد جو هڪ ڪمرو دادويءَ جي حوالي ڪري ڇڏيو. جنهن کي هُو پنهنجي ذاتي استعمال ۾ آڻڻ بجاءِ عربيءَ جي ترقيءَ لاءِ ڪتب آڻيندو رهيو ۽ پاڻ ان تنظيم جو جنرل سيڪريٽري رهيو. جيئن ته هن مولانا سليمان صدائيءَ وٽ تعليم حاصل ڪئي ۽ صدائي ديوبند جو عالم هو، ان ڪري غلام مصطفيٰ جو عقيدو پڻ ديوبند عالمن وارو ئي رهيو.

مٿس صدائيءَ جو گهرو اثر هو. هن ڪيترائي ڪتاب تحرير ڪيا، جن ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي رسالي جو عربيءَ ۾ ترجمو تعارف القرآن، درس القرآن جا 30 سيپارا، قرآن شريف جون تشبيهون، سوانح عمري علامه عمر بن محمد دائودپوٽو، مولانا جلال الدين روميءَ جي سوانح عمري، وسيلا سپ وسار ۽ توحيد جو سبق قابل ذڪر آهن. هيءَ پهريون سنڌي هو جنهن شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڪلام جو عربيءَ ۾ ترجمو ڪيو. سندس ان ڪم ۾ خرطوم يونيورسٽي، سوڊان جي وائيس چانسلر ساٿس ڀرپور سهڪار ڪيو هو. سندس ڇپيل ڪتاب تعارف القرآن کي سنڌي ٻولي اٿارٽيءَ پاران انعام مليل آهي. غلام مصطفيٰ دادوي تعليم کاتي مان رٽائر ٿيڻ بعد به پنهنجيون تدريسي سرگرميون برقرار رکيون، کيس پبلڪ اسڪول حيدرآباد ۾ عربي ٽيچر مقرر ڪيو ويو. ان کان سواءِ ڪافي عرصي تائين هو پبلڪ اسڪول حيدرآباد ۾ شاگردن کي قرآن جي تعليم پڻ ڏيندو رهيو. غلام مصطفيٰ دادوي منظور چيمبرس، حيدرآباد ۾ مفت ۾ عربي سيکاريندو هو ۽ شاگردن کي مفت ڪتاب فراهم ڪندو رهيو. امام ابن تميم جي سوانح عمري تحرير ڪرڻ تي انعام طور سعودي عرب جي بادشاهه شاهه خالد کيس تعريفي خط لکيو ۽ آڇ ڪئي ته، 'جيڪو ڪجهه گهُرڻو اٿوَ سو گهُرو'، پر غلام مصطفيٰ دادوي ڪجهه وٺڻ کان انڪار ڪيو. غلام مصطفيٰ دادوي، 2002ع ڌاري وفات ڪئي. سندس آخري آرامگاهه ڳوٺ ڦل پنهور، ضلعي دادوءَ ۾ آهي.

**دادي:** تعلقي ٽنڊي آدم جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حاجي سنجر جوڻيجو، عالي فقير ڏيرو، تاج ملوڪ، اوڍو جوڻيجو، غلام رسول جوڻيجو، نادر علي جوڻيجو، قادر بخش ڪوسو، نظام الدين ڪوڪر، چانڊيو ڳوٺ ۽ احمد جوڻيجو.

**دادي ليلاوتي هرچندائي:** سنڌ جي ناميارِي تعليمدان ۽ سماجي خدمتگار دادي ليلاوتي هرچندائي، هوتچند واڌواڻيءَ جي گهر ۾، هيرآباد، حيدرآباد ۾، 20 ڊسمبر 1916ع تي جنم ورتو. داديءَ جو والد حيدرآباد جو



هڪ معزز شخص هو، جيڪو اڪائونٽنٽ جنرل سنڌ جو ائڊوائيزر به رهي چڪو هو. داديءَ وارا پاڻ ۾ به ڀينرون ۽ ڇهه ڀائر هئا، جن مان هڪ ڀيڻ ۽ چار ڀائر داديءَ کان وڏا هئا. داديءَ جو سڀ کان وڏو ڀاءُ ڊاڪٽر 'ٻولچند هوتچند واڌواڻي' بصري (بغداد) ۾ پرئڪٽس ڪندو هو. جتي هُو 20 سال رهيو ۽ 1950ع ۾ وفات ڪيائين. داديءَ جو ٻيو ڀاءُ تيرٿداس هوتچند واڌواڻي، 4 جون 1906ع ۾ ڄائو. بي.اي، ايل.ايل.بي تائين تعليم حاصل ڪيائين. پهرين مختيارڪار ۽ بعد ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر ٿيو. رٽائرمينٽ کان پوءِ وڪالت ڪيائين ۽ سندس شمار ڪرمنل ڪيسن جي حوالي سان، سنڌ جي ناميارن وڪيلن ۾ ٿيندو هو. تيرٿداس صوفي منش هو. شاهه لطيف جي فڪر ۽ شاعريءَ سان خاص اُنس هئس. هن شاهه لطيف جي زندگيءَ پيغام ۽ شاعريءَ تي انگريزيءَ ۾ ڪيترائي ڪتاب لکيا.

داديءَ جو ٽيون ڀاءُ سهجرام واڌواڻي پڻ وڪيل هو. گڏوگڏ هُو حيدرآباد شهر جو مشهور 'ميوزڪ ڊائريڪٽر' هو. شهر جي اڪثر دَرسگاهن ۽ مکيه فنڪشنن ۾ موسيقيءَ جا اسر سندس نگرانيءَ ۽ هدايتن هيٺ ترتيب ڏنا ويندا هئا. سندس چوٿون ڀاءُ لالچند واڌواڻي، پهريون سنڌي هو جيڪو 1935ع ۾، آمريڪا ۾ انجنيئرنگ پڙهڻ ويو ۽ ٻن سالن کان پوءِ والده جي وفات جي صدمي هيٺ، انجنيئرنگ جي چوٿين سال جي تعليم حاصل ڪرڻ دوران 1937ع ۾ اُتي ئي گذاري ويو. داديءَ جي ٻن ننڍن ڀائرن مان هڪڙو ڀيرومل واڌواڻي واپاري هو ۽ ٻيو دولترام واڌواڻي، ڪالٽيڪس (Caltex) ڪمپنيءَ ۾ انجنيئر هو. سندس والد 1953ع ۾ وفات ڪئي.

دادي ليلاوتيءَ جو خاندان سُکيو ستابو ۽ مڃيءَ مانيءَ وارو هو. اُن زماني ۾ ڪين پنهنجي موٽرڪار ۽ هيرآباد ۾ ٽي جايون هيون. جيڪي دادي‌ءَ ڪي ماءُ، 1937ع ۾ حوالي ڪيون. سندس والده عامل خاندان مان هئي، هن مختصر تعليم حاصل ڪئي هئي ۽ اخبار پڙهي ويندي هئي.

دادي ليلا جي خاندان ڪي راڳ ڳائڻ جي خداداد ذات حاصل هئي. سندس امڙ مٺي آواز ۾ شبد ۽ لوليون ڳائيندي هئي. سندس والد جو آواز به ڏاڍو مٺو هوندو هو ۽ نندي هوندي ڊرامن ۾ حصو وٺندو هو ۽ اُتي ڳائيندو به هو.

دادي ليلا، گُلي بائي پرائمري اسڪول، تلڪ چاڙهي حيدرآباد ۾ ڇهه درجا پڙهيا ۽ ساڳئي ئي اسڪول مان ورنيڪيولر فائينل ڏنائين. 1935ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول حيدرآباد (جيڪو هاڻي نور محمد هاءِ اسڪول سڏجي ٿو) مان مئٽرڪ ڪيائين. هن 1940ع ۾ ڊي. جي. گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد مان بي. اي پاس ڪئي.

دادي ليلاوتي، 1940ع ۾ ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد ۾ موسيقيءَ جي استاد مقرر ٿي. هن پوسٽ لاءِ دادي‌ءَ کان جي. ايم. سيد، ميران محمد شاهه، ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽي ۽ ٻين ستن عالمن لاڳيتو ست ڏينهن ڌار ڌار انٽرويو ورتو. دادي ليلا، 35 روپيا ماهوار پگهار تي 'ميوزڪ ٽيچر' مقرر ٿي. هوءَ نياڻين کي دلي لڳاءُ، پيار، پاهوهه ۽ پنهنجائپ سان راڳ سيکاريندي هئي. دادي‌ءَ کي راڳ جي سکيا لاءِ هڪ پاسيرو ڪلاس ڏنو ويو هو، باوجود اُن جي ڪيترين ڇوڪرين پاڙيءَ ٻيٺڻ يا ٻئي ڪنهن بهاني سان نڪائي، اچي سندس 'راڳ جي ڪلاس' ۾ شريڪ ٿينديون هيون. هن نياڻين کي وطن دوستيءَ، تعليم ۽ هُنر جي اهميت وارا ڪيترا گيت ۽ نظم سيکاريا. اُن زماني ۾ حيدرآباد کي تعليمي لحاظ کان ڪراچيءَ کان به وڌيڪ اهميت حاصل هئي. ممبئيءَ جي گورنر مسٽر موڊيءَ جي بيگم، جڏهن ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد جي هڪ فنڪشن ۾ شرڪت ڪئي ۽ دادي‌ءَ ۽ سندس تيار ڪيل شاگردياڻين کان راڳ ٻڌائين ته ايڏو ته خوش ٿي، جو ڪاليج جي 'وزيٽرس بُڪ' تي دادي‌ءَ جي ساراهه ۾ هڪ پرپور نوٽ لکيائين.

دادي ليلا 'ميوزڪ ٽيچر' طور وڏي عزت ۽ مانُ ماڻيو. دادي‌ءَ جو پاءُ سهجرام ميوزڪ ڊائريڪٽر، ڪاليج جي پروگرامن ۾ سندس وڏي مدد ڪندو هو. ڪاليج ۾ ڊراما ٿيندا هئا، ان لاءِ به دادي راڳ تيار ڪرائيندي هئي ۽ سڄي شهر جا ناميارا شهري هنن پروگرامن ۾ شريڪ ٿيندا هئا. دادي 1947ع تائين حيدرآباد ۾ ميوزڪ ٽيچر طور خدمتون سرانجام ڏنيون. ميوزڪ ٽيچر واري ملازمت دوران يا ان کان پوءِ تعليم کاتي ۾ ملازمت ڪندي هن سنڌي نياڻين کي شاهه، سچل سرمست، سامي، ٽي. ايل واسواڻي 'نوري'، قليچ بيگ ۽ ٻين ڪيترن اهم شاعرن جا ڪلام ياد ڪرائڻ سان گڏ، ڪين سنڌي تعليم ۽ هنرن بابت پنهنجا ۽ پروفيسر ناگراڻيءَ جا تيار ڪيل گيت پڻ سيکاريا.

دادي ليلاوتيءَ کي موسيقيءَ ۽ راڳ سان دلچسپي گهرَ کان ئي ورثي ۾ ملي. دادي‌ءَ ڇئن ورهين جي عمر ۾ ڳائڻ شروع ڪيو. ستن ورهين جي عمر ۾ پرائمري پهرئين درجي ۾ هارمونيم تي ڏٽيءَ جي ساراهه ۽ پرارٿنا جا گيت ڳائيندي هئي. اٺن ورهين جي ڄمار ۾ سندس واسطو سنڌ جي عظيم سنت، صوفي ۽ شاهه لطيف جي شيدائي ساڌو ٽي. ايل واسواڻيءَ سان پيو، جنهن کي سچو گُرو ۽ سنت ڪري مڃيندي هئي. ساڌو واسواڻيءَ سندس سِرَ تي شفقت جو هٿُ رکيو. ڪيس هندستان جي 'عظيم موسيقار' (King of Musicians) 'وشنو ڊگمبر' جي به آسيس حاصل رهي. دادي ليلا هر آچر تي ٿياسافيڪل لاج (بيسنٽ هال، حيدرآباد) ۾ راڳ جي سکيا وٺڻ ويندي هئي. هن ڪلاسيڪل راڳ جي ڄاڻ به حاصل ڪئي. جڏهن هوءَ انٽر جي شاگرداڻي هئي، تڏهن 1936ع ۾ ڊي. جي. گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد، سنڌ ۾ هڪ 'آل انڊيا ميوزڪ ڪامپيٽيشن' ٿي، جنهن ۾ سڄي هندستان جي 20 ورهيه ڄمار وارن ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين شرڪت ڪئي. هن مقابلي ۾ سنڌ ۽ هندستان جي مختلف شهرن- بڙودا، بيڪانير، نينيتال، ڪلڪتي، دهليءَ وغيره مان 14 ڇوڪرين ۽ ڇوڪرن حصو ورتو. دادي‌ءَ اُن موقعي تي ميران بائيءَ جو مشهور ڀڄن 'ميرا تو گرڌر گوپال، دوسرا نه ڪوئي وي'، ڪلاسيڪي انداز ۽ رنگ ۾ ڳائي پهريون نمبر حاصل ڪيو.

برصغير جي ورهاڱي کان پوءِ جڏهن گرلس اسڪولن ۾ پڙهائيندڙ اڪثر هندو سنڌي ماستريائيون، حالتن جو شڪار ٿي هندستان لڏي ويون، ته دادي‌ءَ کي ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد ۾ اسسٽنٽ ٽيچر ڪري رکڻ سان گڏ 'ليڊي سپرنٽينڊنٽ' جي جاءِ ڏني وئي. هن وطن مان بي وطن ٿيڻ نه قبوليو ۽ سنڌ ۾ رهي، نياڻين جي تعليمي خدمت ڪئي. اُستاد بنجڻ کان پوءِ سندس 'ڪئريئر' (Career) ۾ وڏي تبديلي آئي ۽ هن راڳ ڳائڻ ڇڏي ڏنو، ڇو ته سندس نظر ۾ راڳ کي روح جي غذا ۽ عبادت سمجهڻ وارا ئي نه رهيا هئا ۽ عام ماڻهن ڳائڻ کي عزت واري نگاهه سان نه ٿي ڏٺو.

دادي‌ءَ 1951ع ۾ ڪراچيءَ مان بي. ٽيءَ (B.T) جو امتحان ڏنو ۽ 1954ع ۾ سندس هيڊمسٽريس طور ترقي ٿي. هوءَ ساڍا ٽي سال گرلس هاءِ اسڪول ميرپورخاص ۾ هيڊماستياڻي رهي ۽ هن گرلس هاءِ اسڪول ميرپورخاص کي وڏي اوج تي رسايو. ميرپورخاص ۾ هر اُهو خاندانُ دادي‌ءَ کي عزت جي نگاهه سان ڏسندو هو، جنهن خاندان جون نياڻيون سندس اسڪول ۾ تعليم پرائينديون هيون. هن تعليمَ سان گڏ نياڻين ۾ موسيقيءَ، ڊرامن، تقريري مقابلن ۽ ٻين سرگرمين ۾ حصي وٺڻ جو وڏو چاهه پيدا ڪيو. جڏهن 1957ع ۾ دادي‌ءَ کي ميران هاءِ اسڪول حيدرآباد جو پرنسپال بنايو ويو.

دادي ليلاوتيءَ ايم. اي سنڌي، سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪري ٻيو نمبر حاصل ڪيو. 1958ع ۾ دادي‌ءَ جي امريڪا جي اسڪالرشپ منظور ٿي، ڪيس ٻاهر وڃي تعليم حاصل ڪرڻ جو شوق وڏو هو، ڪافي خرچ به ڪيائين، پر ڪيس آمريڪا جي ويزا نه ملي ۽ سندس اسڪالرشپ رد ٿي وئي، جنهن جو ڏک ڪيس اجا تائين دامنگير آهي.

1958ع جي آخر ۾ دادي‌ءَ جي ڊپٽي انسپيڪٽريس آف گرلس اسڪولس طور ترقي ٿي ۽ سندس هٿ هيٺ پنج ضلعا: حيدرآباد، ٿرپارڪر، دادو، سانگهڙ ۽ ٺٽو ڏنا ويا. دادي‌ءَ کي 1964ع ۾ ڪلاس ون ۾ ترقي ڏئي انسپيڪٽريس گرلس اسڪولس سنڌ بنايو ويو، جتي 1972ع

تائين ان عهدي تي رهي. هن عورتن جي تعليم ۾ وڏا سڌارا آندا. 1972ع ۾ جڏهن ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن آفيسرس (D.E.Os) جون پوسٽون مقرر ٿيون ته بين سمورن ضلعن لاءِ هڪ هڪ D.E.O مقرر ڪيو ويو. پر دادي ۽ کي D.E.O مقرر ڪري، کيس ٽي ضلعا (حيدرآباد، ٺٽو ۽ بدين) ڏنا ويا. ان مان سندس انتظامي ۽ تعليمي صلاحيتن ۽ قابليت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. ان عرصي دوران ائڊيشنل ڊائريڪٽر اسڪولس جي چارج به وٽس رهي. هن هر پوسٽ کي چئلينج سمجهي نڀايو. ايمانداري، محنت ۽ دلي لڳاءَ سان ڪم ڪيو. دادي ۽ جي ايمانداريءَ ۾ ڊائريڪٽوريٽ ۾ ٽڪو به رشوت نه ورتي وئي. هن آفيس جي ڪلارڪن تي ڪڙي نظر رکي، منجهن بچت جو مادو پيدا ڪيو. ايتريقدر جو ڪلارڪن جي زالن کي جڏهن مُڙسن جا پگهار پورا مليا ته دادي ۽ وٽ اچي کيس دعائون ڏنائون. دادي ۽ ماسترياڻين کي سهوليتن وارا اسڪول ۽ رعايتون ڏنيون. سرڪاري گرانٽ جو صحيح استعمال ڪيو ۽ الاٽمينٽ دوران بچت ڪري ڪيترين رٽائون مڪمل ڪرايون.

دادي ۽ تعليم کاتي مان جولاءِ 1975ع ۾، 58 سالن جي عمر ۾ رٽائر ڪيو.

دادي ليلا پنهنجي زندگيءَ ۾ 1981ع کان 1991ع واري دور کي پنهنجي زندگيءَ جو انتهائي ڪارگر ۽ مثالي دور سڏي ٿي. رٽائرمينٽ کان پوءِ واري هن عرصي ۾ دادي ليلاوتيءَ يونيسيف ۽ بيورو آف ڪريڪيولم، جام شوري جي سهڪار سان سنڌ جي ٻهراڙين ۾ سوين 'ڪميونٽي سينٽر' قائم ڪرايا، جن ۾ اڄ ڇوڪرين جا پرائمري، سيڪنڊري ۽ هاءِ اسڪول هلي رهيا آهن.

دادي ۽ ٻهراڙي جي هن سفر دوران سوين ڳوٺن ۾ عورتن ۾ تعليم ۽ هنر لاءِ وڏو چاهه پيدا ڪيو. هن سچي ۽ اصلي سنڌ اُن دور ۾ ئي ڏٺي. هوءَ پنڌ، ڏيڍي گاڏين، گڏهه گاڏن، اٺ گاڏن، بسن ۽ ڇڪڙن ۾ چڙهي سنڌ جي ڳوٺ ڳوٺ ۾ پهتي.

هن هڪ سڌارڪ (Reformer) جو ڪردار ڪري عورتن کي سماجي حقن جي آگاهي ڏني، کين وهمن، پرمن، وسوسن ۽ سَنسن مان ٻاهر ڪڍڻ جي ڪوشش ڪئي. منجهن تعليم جي شعور سان گڏ هُنرن لاءِ دلچسپي ۽ گهرداريءَ جي ساڃاهه پيدا ڪئي. هوءَ پنهنجي هڙان وڙان خرچ ڪري ڳوٺن ۾ پهچندي هئي. عورتون، دادي ۽ کي رحمت جو فرشتو سمجهنديون هيون.

هن انهي عرصي ۾ عورتن جي اهميت، تعليم ۽ هنرن بابت ڪيترا راڳ تيار ڪرايا، جيڪي کين ڳائي ٻڌائيندي هئي ۽ سندن همت وڌائيندي هئي. 'اي سنڌوءَ جي سگهڙ سياڻي' ۽ 'ڏي سنڌي عورت ساک سچي!' جهڙا گيت دادي ۽ ته ان ئي عرصي ۾ لکيا ۽ ڳاتا.

سندس ڪلام جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

اي سنڌوءَ جي سگهڙ نياڻي،<br>
تهنجي هوندي ڇو سنڌڙي ويڳاڻي،<br>
تون ته ناز و ادا کان نياري،<br>
تون ته بيشڪ آهين نوري نماڻي.

پهرين اپريل 1981ع تي سنڌ ۾ پهرين 'عورت ڪانفرنس' ڪراچيءَ ۾ ڪوٺائي وئي هئي، جنهن ۾ دادي ۽ پنهنجي ٽِم سان ان جو مُکيه گيت (Theme Song) تيار ڪري ڳايو، جنهن جا ٻول هئا:

'ڏي سنڌي عورت ساک سچي!'

دادي ليلاوتي اپوا، ريڊ ڪراس، روٽري ڪلب، لئميڪ ۽ ٻين ادارن معرفت ڪيترائي سماجي ڀلائيءَ جا ڪم ڪيا.

دادي ۽ کي هڪ پٽ ڊاڪٽر پرديپ ڪمار آهي، جنهن جو ڪوڏانڌو نالو 'چاند' آهي. سندس نُنهن 'ڊاڪٽر ڪُسم پرديپ' به ڊاڪٽر آهي ۽ کين ٻه ٻار آهن. سڀ دادي ۽ سان گڏ رهن ٿا ۽ سندس هر طرح جو خيال رکن ٿا. هيڏي وڏيءَ ڄمار هوندي به دادي ۽ جي صحت سلامت آهي ۽ سچي ڄمار 'طبيبن تات' نه پئي آهي. تازو ڪجهه سال اڳ اسپتال پيڙي ٿي، جڏهن روڊ حادثي ۾ کيس ڌڪ لڳا هئا، نه ته جسماني بيماري، مٿي جي سور ۽ بخار ۾ به ڪڏهن مبتلا نه رهي، اُن جو سبب دادي ۽ جو صحت جي نيمن جو پالن ڪرڻ، سادو کاڌو کائڻ ۽ سادگيءَ سان زندگي گذارڻ جو طور طريقو آهي.

دادي ليلاوتيءَ کي صدارتي اوارڊ ۽ ٻيا ڪيترا اوارڊ مليل آهن.

دادي ليلاوتيءَ جهڙيون عظيم عورتون ملڪن ۽ سماجن جي عزت ۽ وقارَ جو ڪارڻ هونديون آهن.

**دارا-I:** دارا-I، ايران تي 522 ق. م کان 486 ق. م تائين ڪُل 36 سال حڪومت ڪئي. دارا جو شمار ايران جي انهن عظِم بادشاهن ۾ ٿئي ٿو، جن پنهنجي سياسي ڏاهپ، انتظامي قابليت ۽ دليريءَ سان مملڪت ايران کي طاقتور بنايو.



دارا-I، 36 سال فتحن، تعميرات ۽ اعليٰ حڪومتي انتظامن ۾ صرف ڪيا ۽ سندس دور ۾ ڪياني/ هخامنشي شهنشاهيت عروج تي پهتي. سائرس اول (ڪوروش اول) 550 ق. م ڌاري ايران ۾ 'ڪياني شهنشاهيت' جو بنياد وڌو هو دارا اول پنهنجي ڇڏيل نقشي تحريرن ۾ ڄاڻايو آهي ته: هي مون وٽ جيڪا بادشاهي آهي، سا 'سَتيا' ('سوگديانه' جي پريان) کان ڪُش (حبشير) ائٿوپيا تائين، هندستان، سنڌو نديءَ جي اولهندي ڪناري کان وٺي ساردس تائين، 'اهرمزد' مون کي ڏني، جيڪو عظيم ترين خدا آهي.

دارا-I، پنهنجي بادشاهت طاقت جي زور تي حاصل ڪئي، پر سمورن صوبن هن جي تخت نشينيءَ کي تسليم نہ ڪيو. تنهنڪري باغي صوبن ۽ اتان جي سردارن کي مطيع ڪرڻ لاءِ دارا کي وڏي جدوجهد ڪرڻي پئي. ٻہ دفعا معرڪہ آرائي ٿي ۽ آخرڪار سندس حڪمراني بحال ٿي. ان وقت ’ميڊيا‘ ۽ ’آرمينيا‘ ۾ بغاوت پڙڪي. تنهن ڪان سواءِ ’پارٿيا‘ هرڪينيا، ايلام ۽ خود فارس (ايران) ۾ بہ بغاوت جا شعلا ڀڙڪي رهيا هئا. جن ۾ ڪل 19 معرڪن ۾ 9 سردار زير ڪيا ويا. بيستون (Behistun) جي ٽڪري تي لکيل خاڪي ۾ انهن سردارن کي دارا جا قيدي ڏيکاريو ويو آهي.

دارا-I پنهنجي دور جو وڏو منتظم هو. هن شهنشاهيت کي مستحڪم ۽ وسيع ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪئي. مصر جي ’سزپ‘ (صوبائي حڪمران) پنهنجي اختيارن کي اورانگهيو تہ دارا ان کي هٽائي خود ’فرعون‘ جو امتيازي نشان پاڻ وٽ رکيو. عبادتگاهہ تعمير ڪرائي ۽ ڪمبوجيہ جي دور حڪومت جي زيادتين جو ازالو ڪيو ۽ نيل ندي (ڳاڙهي سمنڊ) کي ٻيهر جاري ڪرايو. جنهن کان پوءِ شهنشاهيت جي مشرقي سرحدن طرف متوجهہ ٿيو.

دارا-I، 519 ق. م ڌاري سنڌو ماٿر کي فتح ڪرڻ جو ارادو ڪيو. ان مقصد لاءِ اميرالبحر ’اسڪائيليڪس‘ جو انتخاب ڪيو ويو. دارا جي ڪمانڊر، خيبر لڪ کان سنڌو ماٿر ۾ داخل ٿي فوجي مهمون سرانجام ڏنيون. ان ڪم ۾ هن کي ڏيڍ سال جو عرصو لڳي ويو. ان بعد سنڌ ايران جو هڪ صوبو (ستراپي) بنجي ويو. ايرانين سنڌ مان سالانہ ڏهہ لک پائونڊ يا ان وقت جي حساب سان ٻہ ڪروڙ روپيا وصول ڪيا ٿي.

سنڌ، ڪياني شهنشاهيت جو ويهون صوبو/ ’ستراپي‘ بڻيو. دارا جي سياسي تنظيم ۾ شهنشاهيت جي هر ملڪ کي هڪ الڳ صوبي جي حيثيت ڏني وئي. جنهن کي ’ستراپيءَ‘ جو نالو ڏنو ويو. هر ستراپيءَ تي هڪ شهري حڪومت جو سربراهہ ۽ هڪ فوجي جنرل مقرر ڪيو ويو. جيڪي سڌيءَ طرح شهنشاهہ جي ماتحت هوندا هئا.

تجارتي لحاظ کان سنڌو ماٿريءَ جي ڏيساوري واپار، دارا (اول) جي دور ۾ گهڻي ترقي ڪئي. سنڌو نديءَ جي سرسبز الهندي ڪناري کان نيل نديءَ تائين هر طرف تجارتي رستن جا جار پکيڙيا ويا. جن ذريعي سنڌو ماٿريءَ کي افغانستان، ايران، وچ مشرق ۽ مصر سان ملايو ويو. فنيقين (Phoenicians) يمن کان مصر ۽ فلسطين تائين شاهراهون تعمير ڪيون.

خشڪي تجارتي مواصلات کان سواءِ بحري تجارت جون راهون بہ کوليون ويون. دارا (اول) جي امير البحر ’اسڪائيليڪس‘ پشاور کان سنڌو نديءَ جي چوڙ تائين جهازرانيءَ جا انتظام ڪيا. سڄي سنڌو ماٿريءَ کي عربي سمنڊ ذريعي يونوچ سمنڊ سان ڳنڍي ڇڏيو. ان وقت سنڌ مان عاج (هاٿي ڏند) ۽ گنڌارا مان ساڳ جو عمارتي ڪاٺ خاص برآمدي اسم هئا. ڪياني شهنشاهيت ۾ پهريون دفعو شاهي سڪي جو رواج پيو 512 ق. م ۾ ئي دارا پنهنجي ’سٿين‘ باغي قبيلن جو پيڇو ڪندي يورپ ۾ داخل ٿيو ان کان پوءِ 499 ق.م آيونيا (Ionia) ۾ بغاوت ٿي. جنهن سندس ارادي کي پختو ڪيو. هن ’اٿينس‘ تي 492 ق. م ۾ حملو ڪيو پر ناڪامياب ٿيو. ڇاڪاڻ تہ ايراني آرماڙ جبل ’اٿوس‘ وٽ هڪ وڏي حادثي جو شڪار ٿي

ويئي. ان کان پوءِ 490 ق.م ۾ ٻيو حملو ڪيو ويو. جيڪو ’مئراٿان‘ وٽ پسپا ٿيو. ٽئين حملي جي تياري ٿي رهي هئي تہ مصر مان بغاوت جي خبر آئي. جنهن سبب ارادو ملتوي ڪيائين.

دارا (اول) جي دور ۾ زردشتي مذهن کي ايران ۾ گهڻي فوقيت حاصل ٿي. مصر جي مذهبي پيشوائن ’دارا‘ کي ’عظيم ديوتا‘ جو اوتار تسليم ڪيو. زگرس جبل تي هڪ نقش دارا اول جي مذهبي ڪارروائيءَ جو يادگار آهي. جنهن ۾ ڏيکاريل آهي تہ ماڻهو دارا اول جي اڳيان ڦٽڪي ساهہ ڏئي رهيا آهن ۽ مختلف قومن جا بادشاهہ ڪانئس معافي گهري رهيا آهن.

دارا اول پنهنجي شهنشاهيت جو هڪ شاندار تختگاهہ بہ تعمير ڪرايو. جنهن تي ’تخت جمشيد‘ نالو رکيائين. ’ڪوهہ رحمت‘ تي سندس اهو تاريخي يادگار اڄا تائين قائم آهي. جيتوڻيڪ بہ صديون پوءِ اٿينس جي آتشزدگيءَ جي انتقام وٺڻ لاءِ يوناني فاتح سڪندر اعظم ’تخت جمشيد‘ کي باهہ ۾ ساڙڻ جو فرمان جاري ڪيو. ان وقت هو سخت نشي جي حالت ۾ هو ۽ هوش سنڀاليندي ئي وڏيڪ تباهڪاريءَ کي روڪي ڇڏيائين.

دارا پهرئين، 485 ق.م ۾ وفات ڪئي. ڪيس ’نقش رستم‘ ۾ دفن ڪيو ويو. ڪانئس پوءِ سندس فرزند خشيارشا/ ڪسرڪ (Xerxes) بادشاهہ بڻيو.

**دارا جو لڪ**: هيءُ لڪ ضلعي قنبر شهدادڪوٽ جي ديهہ ڪوهستان ۾، قنبر شهر کان 45 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي واقع آهي. محققن هن لڪ/ ٽڪريءَ جي نسبت مغل شهنشاهہ دارا شڪوهہ سان ڏيکاري آهي. جيڪو سمن جي حڪومتي دؤر ۾ هتي پنهنجي ڪٽنب سميت ڪجهہ وقت لاءِ اچي رهيو هو. هن ٽڪريءَ جي اوچائي 150 فوٽ آهي. هن لڪ کي ايوب خان جي دؤر ۾ وڏي اهميت حاصل هئي. انگريزن جي حڪومت دوران هن لڪ مان معدنيات لڌي وئي هئي. ايوب حڪومت ۾ بہ هتي چيني ماهر ’تيو چنگ‘ جي اڳواڻيءَ ۾ هڪ سيل قائم ڪيو ويو هو. ماهرن جو خيال آهي تہ هن لڪ/ ٽڪريءَ مان لڌل گئس پاڪستان ۾ پهريون نمبر ڪوالٽيءَ واري آهي. هن لڪ مان لڌل معدنيات کي ’مزاراڻي گئس‘ فيلڊ جو نالو ڏنو ويو آهي.

**دارا شاهہ (ماڳ)**: هيءُ ڏاتو پٿر جي دور جو قديم ماڳ آهي. جيڪو تعلقي ٿاڻي بولا خان، ضلعي ڄامشوري ۾ ``00`43°25 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ ``80`32 °67 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي واقع آهي. هتان مليل وٿن مان قديم آثارن جي ماهرن جو خيال آهي تہ هتي اوائلي دور جي انسانن پاران پٿر جي اوزارن ناهڻ جي فيڪٽري قائم هئي. هتان پٿر جا ڪمايل اوزار، پٿا، ڇورون وغيره وڏي تعداد ۾ مليون آهن.

هن قسم جا ڪارخانا ڪوهستان جي ٻين ڀاڱن سان گڏ روهڙيءَ ۾ بہ مليا آهن. هيءُ ماڳ آثارِ قديمہ جي ماهرن حاڪم علي شاهہ ۽ بدر ابڙي، ايڪسپلوريشن اينڊ ايڪسپيڊيشن سوسائٽيءَ پاران ماڳن جي ڳولا دوران ڳولي هٿ ڪيو هو. قديم انسان جي تاريخ کي سمجهڻ لاءِ هيءُ ماڳ نهايت اهم آهي.

**دارا شاهہ جي مزار**: هي اسلامي دور جو ماڳ آهي. جيڪو دارا شاهہ جي مزار سيتا وليج، ضلعي دادوءَ جي پرسان آهي. مزار جي مٿان ڇاپرو اڏيل آهي. هتي چڱو خاصو قبرستان بہ موجود آهي. هن قبرستان ۾ وڏا عالم فاضل دفن آهن. جن ۾: آخوند محمد صالح پٽي، آخوند عبدالرحمان پٽي،

آخوند اللہ بخش پٽني، فقير نياز علي چنو، سيد دوست محمد شاهه، مولوي عبدالغفور ميمڻ، سيد محمود شاهه ۽ ٻيا اچي وڃن ٿا. هن قبرستان ۾ هڪ بازيگر جي قبر به آهي، جنهن تي ڪنگيءَ جي مرض ۾ ورتل ٻارن کي اچي وهنجاريندا آهن. هن قبرستان ۾ جاڙا پير نالي هڪ الڳ مزار به موجود آهي.

**دارا شڪوه** [1]: دارا شڪوه، مغل شهنشاهه شاهجهان جو وڏو پٽ ۽ اورنگزيب عالمگير جو ڀاءُ هو. سندس پورو نالو محمد داراشڪوه هو. جنهن جو جنم 20 مارچ 1615ع تي خواجه معين الدين چشتيءَ جي نگريءَ اجمير شريف ۾ ساگر تلاءَ جي محل ۾ شاهجهان بادشاهه جي گهر ۾ ٿيو. سندس ماءُ جو نالو ’ممتاز محل‘ هو.



دارا جو ننڍپڻ، شهنشاهه جهانگير وٽ گذريو. 1627ع ۾ شاهه جهان تخت نشين ٿيو هو 13 ورهين جي ڄمار ۾ آگري موٽيو. باقي تعليم جو سلسلو شاهجهان جي نگرانيءَ ۾ پورو ڪيائين. دارا جيڪا به تعليم ۽ ساڃاهه حاصل ڪئي، ان جو بنيادي مقصد هندستان جي وسيع تر مفاد ۾ هندومت ۽ اسلام جي وچ ۾ ايڪتا پيدا ڪرڻ ۽ عالمي سچ سان ٻنهي مذهبن وچ ۾ باهمي تعلق ۽ ربط پيدا ڪرڻ هو. 1633ع ۾ کيس ولي عهد بڻايو ويو. 1654ع ۾ الهه آباد ۾ صوبيدار مقرر ڪيو ويو، جنهن بعد پنجاب، ملتان ۽ بهار جا علائقا سندس حوالي ڪيا ويا.

1649ع ۾ ايرانين قنڌار تي قبضو ڪيو. شاهجهان قنڌار جي واپسيءَ لاءِ دارا جي قيادت ۾ وڏو لشڪر موڪليو، پر هن مهم ۾ دارا کي ناڪامي نصيب ٿي ۽ ڪمانڊر جي حيثيت ۾ دارا جي ساک متاثر ٿي. دارا شڪوه ۽ سندس ننڍي ڀاءُ اورنگزيب عالمگير وچ ۾ سالن کان نفاق هلندو ٿي آيو. شاهجهان جي وڏي پٽ هجڻ سبب تخت ۽ تاج، دارا جي حوالي هو. ان ڪري عالمگير سندن خلاف هو باقي ڀائر ۽ پيرون ڪجهه دارا شڪوه جا ۽ ڪجهه عالمگير جا همدرد هئا. سندس پيءُ شاهجهان 1047ھ/1637ع ۾ بيمار ٿي پيو ته ٻنهي ڀائرن وچ ۾ تخت ۽ تاج تان جيڪا ڪشمڪش هلندي پئي آئي، سا بادشاهه جي بيماريءَ سبب ڪافي گنڀير ٿي وئي، جنهن دوران ڪافي خونريزي به ٿي. 1048ھ/1638ع ۾ اورنگزيب پنهنجي پيءُ کي بيماريءَ جي بستري تان اُٿاري، قيد ڪري پنهنجي بادشاهت جو اعلان ڪيو ۽ تخت تي قبضو ڪري ويلو دارا شڪوه، 7 رمضان 1068ھ/ 1658ع تي آگري ۽ دولپور جي وچ ۾ ’سامو ڳڙهه‘ (فتح آباد) وٽ پهرين شڪست کاڌي، جنهن ڪانپوءِ آگرو ڇڏي عيال سميت دهليءَ کان ٿيندو پنجاب پهتو. اورنگزيب پنجاب تائين سندس پٺيان آيو دارا شڪوه اهڙي صورتحال ۾ سنڌ ڏانهن رخ ڪيو. اورنگزيب بادشاهه، صف شڪن کي لشڪر سميت سندس پٺيان سنڌ موڪلي پاڻ موٽي ويو. 1658ع ۾ دارا لاهور پهتو، جتي ساڍا ٽي مهينا رهيو. ان وقت لاهور جو صوبيدار سيد غيرت خان هو. دارا وٽ لاهور جي منزل تي ويهه هزار فوج هئي، جنهن وسيلي اورنگزيب جي لشڪر سان منهن ڏيندو، بکر کان سيوهڻ جو رُخ ڪيو. پهرين نومبر 1658ع تي سيوهڻ ويجهو صف شڪن سان سندس مقابلو ٿيو جنهن ۾ صف شڪن کي هار نصيب ٿي. ائين دارا سيوهڻ کان ٿيندو 13 نومبر 1658ع تي ٺٽي پهتو روايت آهي ته ”دارا هڪ دفعو اڳ به پيءُ جي دؤر ۾ پيءُ سان ڪاوڙجي ٺٽي آيو هو ليڪن ٺٽو کيس پسند نه آيو هو ۽ هڪ طرف کان ٺٽي ۾ داخل ٿي ٻئي طرف کان نڪري هليو ويو هو. قاضي ابراهيم ٺٽوي سنڌس مصاحب هو تنهن کي حڪم ڏنائين ته ٺٽو ساڙي ڇڏيو دارا شڪوه جي حڪم تي گهاٽ واري پاسي ۾ چند پونگين کي باهه ڏني وئي، جنهن باهه جي تباهيءَ جا نشان مير علي شير جي دؤر تائين موجود هئا، جنهن کي ’سوخته گهاٽ‘ (سڙيل پٽڻ) سڏيو ويندو هو ان بعد دارا ٺٽي کان بدين پهتو، جتان گجرات وڃڻ لاءِ ڪڇ جو رڻ پار ڪيائين. ان بعد اورنگزيب بادشاهه، صف شڪن خان کي سنڌ موڪليل لشڪر هندستان واپس موڪلڻ جو حڪم ڏنو دارا شڪوه ڪڇ ۽ ڪانياواڙ مان ٿيندو، اورنگزيب جي سهري شاهنواز خان جي دعوت تي احمد آباد جي قلعي ۾ اچي داخل ٿيو جتي هڪ مهينو ست ڏينهن قلعي ۾ ٽڪي رهيو. جتان دارا 22000 لشڪر گڏ ڪري، 14 فيبروري 1659ع تي احمد آباد ڇڏي پنهنجي پيءُ شاهجهان جي آزاديءَ لاءِ اجمير روانو ٿيو جوڌپور جي راجا جسونت سنگهه کان مدد گهريائين. پر کيس سڃي موٽ نه ملي. 12 مارچ 1659ع تي ٻنهي ڀائرن جي وچ ۾ اجمير ويجهو جنگ لڳي. 14 مارچ تي دارا کي شڪست ملي ۽ سندس لشڪر تباهه ٿي ويو. دارا وري به بکر مان ٿيندو پهرين بدين ۽ اتان پوءِ وري سيوهڻ پهتو. ان دوران دارا جي گهرواري نادره بيگم 6 جون 1659ع تي سيويءَ ڍاڍر ۾ فوت ٿي وئي. هن پنهنجي زال جو لاش خواجه مقبول جي معرفت سيويءَ مان ميان مير سنڌيءَ جي قبرستان ۾ دفن ڪرڻ لاءِ لاهور موڪليو. ملڪ جيوڻ، غداري ڪري 9 جون 1659ع تي بولان پرسان دارا کي گرفتار ڪيو. 23 آگسٽ 1659ع تي سندس مٿو اگهاڙو ڪري ٻانهون پٺيءَ سان ٻڌي، هاٿيءَ تي چاڙهي دهليءَ شهر جو گشت ڪرائي خواص پور محل ۾ قيد ڪيو ويو.

ساڳيءَ شام جو اورنگزيب خاص دربار گهرائي، دارا جي قتل جي سزا جو حڪم جاري ڪيو. دانشمند خان سندس جان بخشيءَ لاءِ عرض ڪيو جيڪا درخواست نامنظور ڪئي وئي. انهيءَ فتويٰ بعد شهر ۾ دارا جي حمايت ۾ جلسا ٿيڻ لڳا، دارا کي گرفتار ڪندڙ ملڪ جيوڻ تي شهرين پاران حملو ڪري کيس زخمي ڪيو ويو. ان دوران ڪيترائي افغان به ماريجي ويا، سڄي شهر ۾ فسادن جي باهه ڀڙڪي اٿي. اورنگزيب کي خوف هو ته دارا جا حمايتي کيس قيد مان آزاد ڪرائي ويندا، جنهنڪري اورنگزيب جي لشڪر جي اڳواڻ نذر بيگ، دارا شڪوه کي پنهنجي پٽ سپهر شڪوه کان الڳ ڪري، ننڊ مان اٿاري، 30 آگسٽ 1659ع تي سندس سر ڌڙ کان ڌار ڪري، اورنگزيب آڏو پيش ڪيو دارا جو لاش هاٿيءَ تي رکي شهر مان گهمائي همايون جي مقبري ۾ دفن ڪيو ويو دارا شڪوه وڏو عالم، وحدت الوجود جو حامي ۽ وقت جي اهم بزرگ سرمد جو پوئلڳ ۽ ميان مير سنڌيءَ جو مريد هو.

دارا شڪوه ڪيترا ڪتاب لکيا، جن ۾: (1) سفينة الاولياء، (2) سڪينة الاولياء، (3) رسالہ حق نما، (4) حسنات العارفين،

(5) مجمع البحرين، (6) ترجمہ ڀڳوت گيتا، (7) نادر النڪات، (8) بياض دارا شڪوهہ، (9) ديوان- دارا شڪوهہ ۽ (10) سر اڪبر (ترجمہ: اپنشد)، ۽ ڪي ٻيا قابل ذڪر آهن.

**دارا شڪوهہ 2 (ڪتاب)**: هيءُ ڪتاب نامور اردو اديب قاضي ستار جو لکيل آهي، جنهن جو سنڌي ترجمو مشهور اديب ۽ وڪيل امان الله شيخ ڪيو آهي. ڪتاب 'دارا شڪوهہ' جي سوانح حيات، ڪارناما، مذهبي نقطہ نظر، فتوحات ۽ سندس نظرياتي وابستگيءَ جي موضوع تي لکيل آهي. ڪتاب ۾ ننڍن عنوانن سان مختلف موضوعن جي اپٽار ڪيل آهي. هيءُ ڪتاب ناول جي طرز تي لکيل آهي. چار رنگي ٽائيٽل سان پڪي جلد واري ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ 203 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت 120 روپيا آهي. هيءُ ڪتاب سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچيءَ، 2005ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.




**دارا عالم ابڙو**: نامور مصور ۽ تعليمي ماهر دارا عالم ولد محمد عالم ابڙو، 19 آڪٽوبر 1940ع تي قنبر ۾ پيدا ٿيو. ايم. اي سنڌيءَ تائين تعليم حاصل ڪيائين. ڪيس فن مصوريءَ سان ننڍپڻ کان ئي لڳاءُ رهيو. 64-1962ع ۾ ماڊل اسڪول سنڌ يونيورسٽي (اولڊ ڪئمپس) ۾ ڊرائينگ جو استاد رهيو. 70-1965ع دوران پٽ شاهہ ثقافتي مرڪز ۽ مهراڻ آرٽس ڪائونسل ۾ ٿيندڙ نمائشن ۾ سندس ڏاهيل فن پارن جي نمائش ٿيندي رهي. 1970ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي فائن آرٽس ڊپارٽمينٽ ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو پر ڪيس فائن آرٽس جي ڊگري نہ هئڻ سبب سندس ليڪچراريءَ جو آرڊر رد ڪري، ڪيس انسٽيٽيوٽ آف ايجوڪيشن اينڊ ريسرچ ۾ فوٽوگرافر مقرر ڪيو ويو ۽ پوءِ 1974ع ۾ ساڳئي شعبي ۾ ليڪچرار بڻيو. ڪيس 1975ع ۾ اسڪالرشپ ڏئي آمريڪا موڪليو ويو جتي ٽي سال رهي، پينٽنگ، فوٽوگرافي، مجسمي سازيءَ ۽ پرنٽ ميڪنگ ۾ اعليٰ تعليم حاصل ڪيائين. نيويارڪ ۾ سنڌ جي ثقافتي پسمنظر ۾ ڪيل مصوريءَ جي نمائش ڪرايائين. هن آمريڪا جي ڪاليج آف ايجوڪيشن ۾ بہ ڪجهہ عرصو پڙهايو 1978ع ۾ ڏيهہ واپس اچي انسٽيٽيوٽ آف ايجوڪيشن اينڊ ريسرچ ۾ پڙهائڻ لڳو پر ڪجهہ عرصي بعد ٻيهر آمريڪا هليو ويو.



**دارا ڳڍ**: ضلعي ۽ تعلقي لاڙڪاڻي جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيليان ڳوٺ شامل آهن:

ڪيهر ڳوٺ، فتح محمد ڪورائي، علي شير ڪوکر، ٽوڙي فيض محمد ناريجو، جيوت مل، عبدالمجيد چانڊيو، آچر ڳوپانگ، ڳاڏاڻي، ماهوٽا، جوڳي، مستي خان چانڊيو، حاجي محمود، آڍو خان شر، پيارو ڳوٺ، ڪوڏراڻي.

**دارالحرب**: اسلامي فقيهن جي علمي اصطلاح ۾ اسلام جي دشمنن جو اهو علائقو يا ملڪ، جنهن جا رهاڪو اسلام جي دعوت کي رد ڪري اسلام ۽ مسلمانن جي خلاف بغاوت يا دشمني ظاهر ڪن ۽ جتي مسلمانن ۽ ذمين جون عبادتگاهون محفوظ نہ هجن. اسلامي رياست جو ڪو حصو غير مسلمانن جي قبضي ۾ اچي وڃي تہ ان کي 'دارالحرب' سڏيو ويندو.

ڪجهہ علماءِ اسلام، اسلام جي عملداريءَ کان نڪرڻ واري علائقي کي تيستائين 'دارالحرب' قرار ڏيڻ کان محتاط رهن ٿا، جيستائين ان ۾ اسلام جو هڪ حڪم بہ جاري رهي. ڪافرن جي سرزمين ايستائين دارالحرب نہ ٿي ٿئي، جيستائين اتان جا رهاڪو اسلام جي دعوت کي مڪمل رد ڪري دارالاسلام سان جنگ نہ جوٽين.

امام ابن قيم لکيو آهي تہ دارالحرب تي بنا سبب جي حملو ڪرڻ جائز نہ آهي. جيڪڏهن دارالحرب وارا دارالاسلام تي حملو ڪن تہ ان وقت اسلام جي دعوت ڏيڻ کان سواءِ جهاد فرض آهي. اهل اسلام جي لشڪر تلوار جي زور سان دارالحرب جا جيڪي ڳوٺ قبضي ۾ ورتا هوندا، انهن تي جزيو لاڳو ڪيو ويندو. ذمين مان ڪو شخص جيڪڏهن ڀڄي وڃي دارالحرب وارن سان مليو تہ اهو انهن مان ئي ليکيو ويندو. پڪڙجي پوڻ جي صورت ۾ ڪيس قتل ڪيو ويندو يا غلام بنايو ويندو. جيڪڏهن دارالحرب مان ڪو مسلمان ٿيو تہ دارالحرب فتح ٿيڻ تي ان جي ملڪيت مال غنيمت ۾ شامل نہ ٿيندي. دارالحرب جي ڪنهن بہ ڀڳوڙي کي دارالاسلام ۾ عام طور تي ٽن مهينن کان وڌيڪ رهڻ جي اجازت نہ ڏني ويندي. جيڪڏهن ان کان وڌيڪ عرصو دارالاسلام ۾ رهندو تہ ذمي جي حيثيت ۾ رهندو ۽ جزيو ادا ڪندو. دارالحرب جي خلاف جنگ جي ميدان ۾ مسلمان تي شرعي حد قائم نہ ڪبي.

سياسي اصطلاح ۾ 'دارالحرب'، غلام ملڪ کي چئبو آهي. انگريزن جي تسلط هيٺ هندستان کي مولانا عبيدالله سنڌي 'دارالحرب' سڏيندو هو.

**دارالسلام**: دارالسلام ڪي سواحلي زبان ۾ مززمہ (Mzizima) سڏيو ويو آهي، جنهن جي معنيٰ صحت افزا ۽ خوشگوار شهر آهي. سڀ کان اڳ 17هين صدي عيسويءَ ۾ وبروه (wabarawa) آباد ڪيو. جيڪو موگادشو (Mogadishu) جي ڏکڻ ۾ بروه جي عرب سواحلي نسل مان هو. موجوده نالو دارالسلام، جيڪو بندر الاسلام (سلامتيءَ جي لنگرگاهہ) جو مخفف آهي. ان جي ابتدا گهٽ ۾ گهٽ 1862ع ۾ ٿي، جڏهن زنجبار جي سلطان سيد مجيد اُتي هڪ محل ۽ ٻيون عمارتون جوڙايون. جن مان وڃي ڪي باقي رهيون آهن. ان جي وڏي گهٽي 'بره رستہ' (وڏو رستو)، جيڪا هاڻي 'خيابان ببول' (Acacia Avenue) سڏجي ٿي، ان جي بہ ساڳي تاريخ آهي. ان جي موجوده خوشحاليءَ جي شروعات 1888ع کان ٿئي ٿي، جڏهن هيءَ جرمن ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي هڪ ڪوٺي (station) ۽ 1891ع ۾ جرمن شاهي حڪومت (Imperial Government) جي گاديءَ جو هنڌ بڻي. 1916ع ۾ پهرين مهاڀاري لڙائيءَ دوران دارالسلام تي برطانوي فوج جو قبضو ٿي ويو 1957ع ۾ ان جي آبادي 93363 آفريڪين، 2545 عرب، 4479 يورپين، 2460 گوئا جي رهواسين، 23263 هندستانين، 1718 پاڪستانين، 11 صومالين ۽ 903 ٻين قومن جي ماڻهن تي مشتمل هئي. انهن مان

آفريڪي، هندستاني، پاڪستاني ۽ عربن جي گھڻائي ۽ سمورا صومالي مسلمان آهن.

دارالسلام ابتدا ۾ جيتوڻيڪ شاندار پر سانتيڪو گادي جو هنڌ هو، پر اڄ هڪ رونقدار واپاري بندرگاه آهي. هڪ ريلوي لائين، جيڪا تابوره (Tabora) واري هنڌ بہ حصن ۾ ورهائجي وڃي ٿي، ان ڪي ٽانگانيگا ڍنڍ ۽ وڪٽوريا ڍنڍ سان ملائي ٿي. ان ڪان سواءِ ملڪ جي سمورن پاڳن ڏانهن رستا وڃن ٿا، جن مان اڪثر پڪا آهن. اڪثر عمارتون جديد طرز جون تعمير ٿيل آهن ۽ اتي جيتوڻيڪ آفريڪي آباديءَ جو روايتي نمونو قائم آهي، پوءِ بہ اجتماعي طرح هي شهر مغربي ڏسڻ ۾ اچي ٿو.

باقي ساحلي علائقن ۽ اندرئين ملڪ جي اڪثر شهرن جي اڪثريت مسلمان آهي. 'سواحلي' جيڪا بنتو (Bantu) زبان آهي، ان ۾ 25 سيڪڙو عربي لفظ موجود آهن. سواحلي زبان ۾ قرآن پاڪ جو ترجمو بہ ڪيو ويو آهي. ايرندي آفريڪا جا مسلمان شافعي مسلڪ جا آهن. هتي قادياني بہ آهن. شافعين جا شرعي فيصلا دارالسلام ۾ هڪ Liwali ذريعي ٿيندا آهن، جن جي اپيل ديواني عدالتن ۾ ٿي سگھندي آهي. هتي اسلام ستين صديءَ ۾ پهچي چڪو هو. جڏهن ابن بطوطہ 1331ع ۾ ساحلي علائقن جو سفر ڪيو هو تہ هتي شافعي مسلڪ جا ماڻهو موجود هئا. موجوده عرب شِحر، حضر موت ۽ مسقط مان آيل آهن. دارالسلام جا دولتمند رهواسي پاڪستاني ۽ هندستاني آهن، جن مان اڌو اڌ مسلمان آهن، جن ۾ نزاري شاخ جي اسماعيلي خواجن جي اڪثريت آهي. سندن امام آغا خان چوٿين جي هتي 1957ع ۾ وڏي شان شوڪت سان مسند نشيني ٿي هئي. بيا شيعا اثناعشري ۽ بوهره آهن. پاڪستاني ميمڻن جي هڪ مختصر جماعت، جيڪا سني مسلمان آهي. هتي ڪافي مسجدون آهن. آفريڪي مسلمانن جا ٿيهارو مدرسا آهن. آغا خان جا پيروڪار خيراتي ادارا هلائين ٿا، جتي تعليم عام آهي. *(حوالو: دائره معارف اسلاميہ، اردو)*

**دارالعدالت قلعہ حيدرآباد:** ٽالپرن جي دؤر ۾ سنڌ جي وڏي عدالت (چيف ڪورٽ)، جيڪا حيدرآباد جي قلعي ۾ قائم هئي. ان جو خاص انتظامي نالو 'دارالعدالت قلعہ حيدرآباد' هو. جنهن ۾ نصرپور جي ساداتن مان مقبول شاهہ 'دارالعدالت قلعہ حيدرآباد' جو وڏو قاضي (چيف جسٽس) مقرر هو. هو پنهنجو سڄو نالو هن طرح لکندو هو:

'بنده درگاه الاهي سيد محمد مقبول واعظ قاضي دارلعدالت قلعہ محروسہ حيدرآباد.'

**دارالعلوم ديوبند:** 1857ع جي جنگ آزاديءَ کانپوءِ هندستان جي مسلمانن جو سماجي، سياسي ۽ علمي زوال محسوس ڪندي، مختلف ديني عالمن سوچ ويچار کانپوءِ مولانا محمد قاسم نانوتويءَ جي قيادت ۾ هڪ مدرسو قائم ڪيو جيڪو برصغير جي مسلمانن جي ديني تعليم ۽ تربيت جو وڏو گڙھ بڻيو. يارت جي رياست اتر پرديش جي قديم شهر ديوبند ۾ قائم هي ديني درسگاه 'دارالعلوم ديوبند' جي نالي سان مشهور آهي.

هن دارالعلوم جو بنياد 15 محرم 1283ھ/ 1867ع تي ديوبند جي هڪ قديم مسجد چتہ ۾ ڪجھ مشهور عالمن ۽ بزرگن جي تعاون ۽ مشوري سان عمل ۾ آيو. جن ۾ مولانا فضل الرحمان عثماني (علامہ شبير احمد عثمانيءَ جو والد)، مولانا ذوالفقار علي ديوبندي ۽ حاجي عابد حسين جا نالا قابلِ ذڪر آهن.

هن درسگاه جا پهريان مدرس ملا محمود ديوبندي، پهريون طالب علم مولانا محمود الحسن، پهريون صدر مدرسين مولانا محمد يعقوب نانوتوي ۽ پهريون سرپرست مولانا محمد قاسم نانوتوي مقرر ٿيو. دارالعلوم جي نئين عمارت جي پيڙھ جو پٿر مولانا احمد علي محدث سهارنپوريءَ 1293ھ/ 1876ع ۾ رکيو. هن درسگاه جا بنيادي مقصد هي هئا:

(1) حق جي ڪلمي جي بلندي ۽ ضمير جي آزادي، (2) مسلمانن کي هڪ جمهوري عوامي تنظيم ۾ ڳنڍڻ جي جدوجهد ڪرڻ، (3) شاه ولي الله دهلويءَ جي مسلڪ جي حفاظت ۽ اشاعت، (4) مسلم معاشري مان خود غرض، شخصيت پرست ۽ ظالم راڄ جو خاتمو (5) ديني علمن کي رائج ڪرڻ، (6) عقلي علمن جي درست ترتيب، (7) دين جي قابليت سان گڏوگڏ دنياوي علمن جون گھرجون پوريون ڪندڙ عالم پيدا ڪرڻ.

درسگاه جي مالي ضرورتن کي پوري ڪرڻ لاءِ مولانا نانوتويءَ اهي اصول ان ڪري ٺاهيا تہ جيئن دارالعلوم وقت جي حاڪمن، اميرن ۽ مالدارن جي دخل اندازيءَ کان آزاد رهي سگھي.

دارالعلوم جي نظم ۽ نسق لاءِ هڪ مجلس شوريٰ قائم ڪئي وئي. هن درسگاه ۾ علم صرف و نحو، ادب، علم المعاني، منطق، فسلفو، فقه، اصول فقه، حديث، تفسير، علم الفرائض، علم العقائد، علم الڪلام، علم الطب، علم المناظره، علم هيئت ۽ علم قرئت ۽ تجويد کان سواءِ فارسي ٻولي، ادب ۽ رياضيءَ جي تعليم بہ ڏني وڃي ٿي. هتي بنيادي تعليم کانپوءِ شاگرد داخل ٿين ٿا. هتي 15 سؤ شاگردن جي رهائش جو بندوبست آهي. دارالعلوم جي عمارت هڪ مسجد، هڪ ڪتبخاني ۽ ڪجھ ڪلاسن جي ڪمرن تي مشتمل آهي. ڪتبخاني ۾ مخطوطات جي هڪ وڏي ذخيري سان گڏ لکين ڪتاب موجود آهن. هن درسگاه مان پڙهي فارغ التحصيل ٿيندڙ عالمن کي ديوبندي سڏيو ويندو آهي. هن درسگاه جا تعليم يافتہ عالم ديني خدمتن سان گڏ زندگيءَ جي هر شعبي سان لاڳاپيل آهن. پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ ديوبندي عالمن پاڪستان ۾ بہ وڏي ڪارڪردگي ڏيکاري ۽ وڏا وڏا مدرسا کوليا. جامعہ اشرفيہ لاهور، جامعہ مدينہ لاهور، مدرسہ عربيہ خيرالمدارس ملتان، دارالعلوم ٽنڊو الهيار، دارالعلوم ڪڙو ڪراچي ۽ دارالعلوم حقانيہ اڪوڙ خٽڪ پشاور جون درسگاهون، ديوبندي مڪتبہ فڪر ۽ دارالعلوم ديوبند جون علمي يادگار آهن. ديوبندي فقهي طور ۾ حضرت امام ابو حنيفہ رح جا پوئلڳ آهن ۽ قرآن ۽ سنت تي سختيءَ سان عمل پيرا هجڻ سان گڏ تصوف سان بہ گھرو تعلق رکن ٿا.

ديوبندين جو روحاني رهبر حاجي امداد الله رح آهي. عقيدن ۽ علم الڪلام ۾ امام ابوالحسن اشعري رح جا پوئلڳ آهن. رسول الله صلي الله عليہ وسلم جي محبت ۽ عظمت تي ايمان رکن ٿا، درود کي عين ثواب سمجهن ٿا. دين ۾ اعتدال جا قائل آهن. ديوبندي عالمن تحريڪ آزاديءَ ۾ ڀرپور حصو ورتو. ريشمي رومال تحريڪ ۽ تحريڪ خلافت ديوبندي عالمن هلايون. پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ دارالعلوم ديوبند هندستان ۾ رهجي ويو، جيڪو ديوبندي عالمن جو علمي ۽ روحاني مرڪز هو. دارالعلوم ديوبند ۽ ديوبندي

علمائن جون علمي، ديني ۽ سياسي خدمتون تاريخ جو حصو آهن. مولانا عبيدالله سنڌي، علام غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ سنڌ جا ٻيا ڪيترا جيّد عالم هن درسگاهہ جا تعليم يافتہ آهن.

**دارالمطالع مجدديہ نقشبنديہ لائبريري:** هيءَ لائبريري 1907ع ۾ مولانا قاضي نظر محمد سومري تعلقي ڪنڊياري (موجوده نوشهري فيروز) ۾ قائم ڪئي. حڪيم قاضي نظر محمد سومرو پنهنجي وقت جو عالم، اديب ۽ شاعر ٿي گذريو آهي هن لائبريريءَ ۾ قاضي نظر محمد جي تصنيف ٿيل ڪتابن سميت 10 هزارن کان مٿي ڪتاب موجود آهن. جن ۾ قرآن مجيد جا قلمي نسخا، عربي ۽ فارسي تفسير ۽ ڪجهہ سنڌي تصنيفون بہ شامل آهن. هن اداري دارالمطالع مجدديہ نقشبنديہ طرفان ڪجهہ ڪتاب ڇپرائي پڌرا ڪيا ويا آهن.

**دارالندوه:** حضور ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي زماني ۾ مڪي شريف ۾ هڪ قسم جو شهري جلسي گاهہ. دارالندوه ڪعبة الله جي اتر طرف، ان چونڪ جي ڀرسان ٺهيل هو جنهن ۾ طواف ٿيندو هو. هن جاءِ تي مڪي جا چڱا مڙس گڏ ٿيندا هئا. روايت آهي تہ دارالندوه کي قريش جي جد امجد قُصا تعمير ڪرايو هو. ان کان پوءِ دارالندوه پهرين عبدالدار جي وراثت ۾ آيو. ان بعد عبدالمناف ۽ ان جي پٽ هاشم ۽ هاشم جي اولاد جي وراثت ۾ آيو. روايت آهي تہ اسلام جي ظهور کان اڳ قريش جا سمورا اهم ڪم، شاديون مراديون، جنگي صلاح مشورا، عام معاملن جا نبيرا وغيره هن جاءِ تي ٿيندا هئا. جنگي تربيت بہ هتي ٿيندي هئي.

روايت آهي تہ دارالندوه جي سامهون واري چوڪ کان سمورا واپاري قافلا روانا ٿيندا هئا ۽ واپس ٿيڻ وقت بہ اتي اچي رُڪجندا هئا. ڪن محققن جو خيال آهي تہ هيءَ جاءِ نہ رڳو دنياوي معاملن لاءِ هئي، پر هڪ مقدس مذهبي جڳهہ پڻ هئي، جتي مذهبي نوعيت جون معاشرتي رسمون بہ سرانجام ڏنيون وينديون هيون. دارالندوه اسلام جي آمد ۽ رسول پاڪ ﷺ جي وصال کانپوءِ بہ موجود هو جنهن کي اڳتي هلي امير معاويہ خريد ڪيو. ان کانپوءِ هيءَ جڳهہ حج جي ڏينهن ۾ بنو اميہ جي خليفن ۽ بنوعباس جي پهرين خليفن جي رهائش گاهہ طور ڪم ايندي رهي. خليفي هارون الرشيد اُن کي وسعت ڏئي پنهنجي رهائشگاهہ ’دارالعمارة‘ بنايو. ان کان پوءِ دارالندوه جو زوال شروع ٿيو ۽ ٽين صدي هجريءَ جي آخر ۾ خليفي المعتمد جي دؤر ۾ ان کي مسجد الحرام ۾ شامل ڪيو ويو.

**داردي (ٻولي):** داردي، ٻولين جو هڪ خاندان آهي، جنهن جو واسطو اتر- اولهندي خطي سان آهي. داردي اصل ۾ سنڌوئي زبان جو هڪ لهجو هو جنهن مان هيون ٻوليون ڦٽي نڪتيون. هن خاندان جي ٻولين کي ’پئشاچي‘ ٻوليون بہ چون ٿا، جنهن ۾ ڪشميري ٻولي بہ اچي وڃي ٿي. قديم زماني ۾ هنزه نگر جي ٻولي بروسڪي ڳالهائي ويندي هئي، جنهن کانپوءِ داردي ٻوليون رائج ٿيون. پنجابي ٻولي هونئن تہ مغربي هندي زبان جي هڪ صورت آهي، پر ان تي بہ داردي ٻولين جو اثر آهي. سنڌيءَ تي دارديءَ جو اثر وڏيڪ چٽو ۽ نمايان آهي. ڪن لسانياتي ماهرن موجب پئشاچي پراڪرت ئي اصل ۾ مغربي پنجاب ۽ سنڌ جي جديد ٻولين ۽ اتر اولهندي سرحد جي داردي ٻولين جو بنياد آهي.

هن خاندان جي ٻولين تي پالي ٻوليءَ جون خصوصيتون واضح نظر اچن ٿيون. ڊاڪٽر جي. اي. گريئرسن پنهنجي تحقيق ۾ ڄاڻايو آهي تہ: ”جديد داردي ٻولين ۾ مورڌني (Cerebral) ۽ ڏنداون (dental) آوازن ۾ فرق نہ ٿو ڪيو وڃي يا بنهہ ٿورو ڪيو وڃي ٿو. داردي ٻولين سان پاڙيسري هندستاني گجراتي ٻولين جون بہ ڪنهن حد تائين لغوي بناوتون هڪجهڙائي رکن ٿيون. داردي ٻولين جي هڪ خصوصيت آهي تہ انهن ۾ ڳرن وسرگن کي اوسرگ ڪرڻ جو رجحان موجود آهي. ڪشميري، شينا، ڪوهستاني وغيره داردي ٻوليون آهن ۽ داردي ٻوليون لهندا ٻولين کي اوڀر ۽ اولهہ ۽ اتر کان گهيري بيٺل نظر اچن ٿيون. سنڌيءَ ۽ لهندا ٻولين جو تعلق هونئن تہ ساڳئي خاندان سان آهي، پر تڏهن بہ سنڌيءَ تي دارديءَ جو اثر بہ ڏسڻ ۾ اچي ٿو لهندا ۾ تہ سنڌي اچارن جي پوئواري ڪئي ويندي آهي. خاص طور چوسٽا وينجن ان جو خاص ثبوت آهن.

داردي ٻولين ۾ بہ سنڌيءَ وانگر ڪڏهن ڪڏهن مرڪب کي سادو بنايو ويندو آهي. دارديءَ جو اثر هزاره جي اولهہ واري علائقي ۾ رهندڙ ڪنئولي قبيلي جي ٻوليءَ تي بہ آهي ۽ انهن جي ٻوليءَ ۾ دارديءَ جا لفظ مروج نظر اچن ٿا. هنن ٻولين جي هڪ خاص خوبي (Apenthesis) يا سر جي آواز ۾ تبديلي آڻڻ واري لاڙي جي بہ آهي. هي ٻوليون اصل ۾ داردستان واري علائقي جي نسبت سان داردي سڏجن ٿيون. لسانياتي ماهر گريئرسن، ڊاڪٽر مهر عبدالخالق، محمد پرويش شاهين ۽ ٻيا هنن ٻولين کي غير-آريائي ٻوليون قرار ڏين ٿا. داردي قبيلن لاءِ علم انسان جي ماهرن جو خيال آهي تہ اهي اصل ۾ دراوڙ آهن ۽ سندن اصل قوميت توراني آهي. هنن ٻولين وارا قبيلا ڇهہ هزار سال اڳ سنڌو ماٿري، خيبر پختونخوا صوبي ۽ گنڌار تهذيب جا رهندڙ هئا، جيڪي پوءِ بلوچستان، ڪوهستان، گلگت، دير، باجوڙ، سوات ۽ ڪوهستان ۾ وڃي آباد ٿيا. ڊاڪٽر بلوچ لکيو آهي تہ داردي ٻولي لهندا ۽ ڪشميريءَ وانگر سنڌيءَ جي ڀيڻ آهي. ڊاڪٽر گريئرسن هن کي سنڌوئي ٻوليءَ جو لهجو ڪري لکيو آهي.

**دارو جي، راجا:** ڪتاب ’ترخان نام‘ ۾ ميرزا عباس علي بيگ لکي ٿو تہ: ”جڏهن اڪبر بادشاهہ جي حڪم تي ميرزا عبدالرحيم خان خانان سنڌ تي حملو ڪيو، تڏهن ميرزا جاني بيگ وڏي بهادريءَ سان سندس مقابلو ڪيو. ’خان خانان‘ جي هٿ هيٺ مختلف فوجي جرنل هئا، جن ۾ راجا دارو جي بہ وڙهي رهيو هو. راجا داروجي ايڏو تہ بهادر ۽ دلير هو جو هو هميشہ بنا زرهہ ۽ ڍال جي وڙهندو هو ۽ هڪ ئي وار سان گهٽ ۾ گهٽ چار پنج مخالف قتل ڪري وجهندو هو. داروجي پنج هزاري منصب تي فائز هو. جڏهن ميرزا جاني بيگ، راجا داروجيءَ جي لشڪر تي حملو ڪيو تہ راجا داروجي مخالفن جي وچ ۾ گهيرجي ويو پر پوءِ بہ وڙهندو رهيو. انهيءَ دوران ڪيس شديد زخم رسيا ۽ هن پنهنجي سپاهين کي حڪم ڏنو تہ جلد مون کي منهنجي خيمي ۾ پهچايو. راجا داروجي ڪجهہ هفتن جي علاج کانپوءِ ڀيهر وڙهڻ جي قابل ٿيو اهو واقعو 1000هہ/1591ع جو آهي.“

**دارُون:** ’دارون‘ لفظ جي لغوي معنيٰ دوا يا علاج آهي، جڏهن تہ هنديءَ ۾ شراب کي ’دارو‘ چئبو آهي. هن لفظ جو اصل بنياد سنسڪرت آهي، جنهن جي معنيٰ ’وڻ جو ڇوڏو‘ ٻڌائي وڃي ٿي. دراصل دارون ناهڻ ۾ ڀير جي وڻ

جو چوڏو خاص طور ڪم ايندو آهي. ان ڪري چوڏي سبب هي اصطلاحي ٻڌجي ويو آهي. ان ڪري اڪثر دارو واپرائڻ 'شراب پيئڻ' جي معنيٰ ۾ ڪم ايندو آهي.

**داڙ:** تعلقي ڪپري، ضلعي سانگھڙ جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سليمان گجو، سرفراز راڄڙ، دوست محمد مگريو، خدا بخش نهڙي، گل محمد راڄڙ، دوست محمد پنيرو، لال محمد گجو، حاجي نواب سميجو ۽ محمد رمضان مري.

**داستان:** جامع سنڌي لغات موجب 'داستان' لفظ جي معنيٰ آهي 'آکاڻي، قصو ڳالھه، ڪٿا، حڪايت، افسانو وغيره.' داستان فارسي زبان جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ به ساڳي ڄاڻائي وئي آهي. داستان هڪ مرڪزي قصو ٿيندو آهي، جيڪو طويل هوندو آهي ۽ ان ۾ ڳالھه مان ڳالھه نڪرندي ويندي آهي. يعني مرڪزي قصي ڪانسواءِ وچ وچ تي ٻيون به ننڍيون وڏيون آکاڻيون هونديون آهن، جيڪي زنجير جي ڪڙين وانگر هڪ ٻئي سان جڙيل هونديون آهن. داستان جو سمورو قصو تخيل جي پرواز جو نتيجو هوندو آهي، جنهن جو حقيقي زندگيءَ سان اڪثر واسطو نه هوندو آهي، پر ان ۾ مافوق الفطرت ڪردار ۽ غير قدرتي ڳالهيون بيان ڪيون وينديون آهن. ان جي باوجود قصي جو انساني زندگيءَ ۽ فطرت سان ڪو نه ڪو تعلق ضرور هوندو آهي.

داستان ۾ زندگيءَ جي تصوير به هوندي آهي، پر ان جو تعلق حال سان گھٽ ۽ ماضي بعيد سان وڌيڪ هوندو آهي. داستان ۾ اهڙي دنيا ڏيکاريل هوندي آهي، جنهن ۾ مرڪزي ڪردار انسان هوندو آهي، جيڪو ڪڏهن پريشان ته ڪڏهن مشڪلاتن ۾مبتلا هوندو آهي ته ڪڏهن وري ڪاميابين ۽ ڪامرانين سان همڪنار ٿيندو آهي. داستان ۾ ڪردار نگاري نه هوندي آهي، ڇاڪاڻ ته ان ۾ انساني ڪردارن کي غير معمولي گڻن وارا انسان ڪري ڏيکاريو ويندو آهي. انساني ڪردار سان گڏ، داستان ۾ مافوق الفطرت ڪردار به هوندا آهن. جهڙوڪ: ديو، پريون، جن، ڀوت، جادوگرڻيون وغيره.

محققن جي راءِ آهي ته جڏهن کان انسان سمجھ لائق ٿيو آهي، تڏهن کان داستان يا قصي جو وجود پيو آهي. تنهنڪري داستان ۾ انسان جي ذهني ارتقا ۽ تهذيب جي ترقيءَ جون مختلف منزلون گڏ نظر اينديون آهن.

داستان ۾ انسانن جي اڪثر خواهشن جي ڀرپور تڪميل هوندي آهي. کاڌي جي ذڪر سان کاڌي جا اڪثر قسم شامل هوندا آهن، جيڪڏهن باغ جو بيان ايندو ته هر قسم جا گل هوندا، قسمن قسمن جا ميوا وغيره ان ۾ نظر ايندا. داستان ۾ حسن ۽ عشق جو ذڪر به اهڙي دلفريب انداز ۾ هوندو آهي، جو پڙهندڙ قصي جي ڪردارن ۾ گم ٿي ويندو آهي. اهڙيءَ طرح هر شيءِ جو ذڪر ڀرپور ۽ احسن طريقي سان ڪيل هوندو آهي.

سنڌ ۾ داستان، قصا ۽ آکاڻيون قديم زماني کان وٺي مروج آهن. البت ڪتابي صورت ۾ داستان انگريزن جي دور جا ڇپيل آهن، جن ۾ گھڻا اردو ۽ فارسي قصن ۽ داستانن جا ترجما آهن. اهڙي قسم جو پهريون ڇپيل قصو 'طوطي نامہ سنڌي' آهي، جيڪو پهريون ڀيرو 1854ع ۾ ڇپيو. هي داستان حيدر بخش جي اردو طوطا ڪهاڻيءَ تان گل محمد ۽ حبيب الله ترجمو ڪيو هو. 1890ع ۾ ٻيو دلچسپ 'قصو گل بڪاولي' ڇپيو. هي قصو اصل فارسيءَ ۾ عزت الله بيگ جو لکيل هو. جنهن جو سنڌي ترجمو خان جلباڻيءَ ڪيو. 1892ع ۾ الف ليليٰ ۽ حاتم طائيءَ جا قصا به سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿي ڇپيا.

ان کانپوءِ ٻيا به ڪجھ داستان ڇپيا. جهڙوڪ: بهرام گور، قصو ڪبر جو، قصو راڻي ڪوري جو، قصو نڳ جو، گڏ ڏھ قصا، انڌير نگري، سوداگر مينا، منوچهر شهزادي وغيره. 1902ع ۾ آخوند لطف الله جو لاثاني ۽ لافاني داستان 'گل خندان' ڇپيو. هي داستان اردوءَ جي مشهور قصن جي ڪتاب 'فسانهء عجائب' جي هڪ قصي جو آزاد ترجمو آهي. مترجم داستان جي انداز بيان ۾ ايڏي ته دلڪشي ۽ نواڻ پيدا ڪئي آهي، جو 'گل خندان' کي سنڌي ادب جو شاهڪار قصو تسليم ڪيو ويو. ان کانپوءِ ٻيا به لکيا ويا. جن ۾ مير عبدالحسين سانگيءَ جو 'قصهء دلچسپ'، 'قصه گل رنگ و گل اندام' (1904ع وغيره)، عربيءَ جو مشهور قصو 'امير حمزه' به اردوءَ تان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو ويو. ان ڪانسواءِ 'گل صنوبر'، 'سيف الملوڪ' ۽ 'بديع الجمال' قصا به اردوءَ تان ترجمو ڪيا ويا، جيڪي اصل ۾ فارسي قصن تان ورتل هئا. ان ڪانسواءِ مشهور اديب ۽ شاعر محمد صديق مسافر جا قصا لکيل آهن. جن ۾ هن 'ممتاز دمساز' 1909ع ۾ لکيو. جيڪو اردو قصي تان ترجمو ٿيل هو. جيڪو وري اصل فارسي داستان مهربانو تان ورتل آهي. ان ڪانسواءِ مسافر جو لکيل داستان 'گلبدن' پڻ موجود آهي. طبعزاد داستانن ۾ فقير محمد عاجز جو 'گلشن بهار' قابل ذڪر آهي. 'سنڌي داستان' جي موضوع تي ڊاڪٽر قاضي خادم، سنڌ يونيورسٽيءَ مان پي. ايڇ. ڊيءَ جي ڊگري حاصل ڪئي آهي.

**داستان مير** (ڪتاب): هي ڪتاب ناميار شاعر مير غلام الله خان ٽالپر 'مير' جي غزلن جو مجموعو آهي. هي ڪتاب شاعر پنهنجي جيجل ماءُ جي نالي ڪيو آهي. هن ڪتاب جي ابتدا ۾ نامور ليکڪا نذير ناز جو نوٽ شامل آهي.

هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1991ع ڌاري ناري پبليڪيشن پاران ڇپجي پڌرو ٿيو. پڪي جلد ۽ رنگين ٽائيٽل تي مشتمل، ڊيمي سائيز جي 220 صفحن واري هن ڪتاب جي قيمت 50 روپيا آهي.

**داسڙن جو دڙو:** تعلقي عمرڪوٽ جي شهر شادي پليءَ کان اٽڪل ڏيڍ ڪلوميٽر اولهه ڏکڻ جي ڪنڊ تي، منڙائو ڪئنال (بان) جي ڪاٻي ڪناري تي 'داسڙن جو دڙو' واقع آهي. هي دڙو اڳ ۾ منڙائو/ بان واهه جي سطح کان اٽڪل 20-25 فوٽ مٿي نظر ايندو هو، پر هن وقت دڙو اصل اوچائيءَ کان ڪٽي اڌ ڪٽي چوٿون حصو به نه بچيو آهي. اهڙيءَ طرح ان جي ديگھه ۽ ويڪر به متاثر ٿي آهي. اڳ دڙي کان اٽڪل ٻه ٽي ڪلوميٽر پري ننڍا ننڍا آثار ۽ ٺڪرائو نظر ايندو هو. ڪٿي ڪٿي پڪين ديوارن ۽ ڪمرن جا نشان پڻ نظر ايندا هئا. هن دڙي مان ڪافي ٺڪر ۽ پٿر جون شيون ۽ ٽانون جا نمونا ملندا رهيا آهن.

**داس ’طالب‘**: سنڌي ٻوليءَ جي نامور ڪهاڻيڪار، ايڊيٽر ۽ شاعر داس ’طالب‘ جو اصل نالو منوهر چتارام ٻجلاڻي آهي. هن 27 آڪٽوبر 1927ع تي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. بي. اي تائين تعليم لاڙڪاڻي ۾ حاصل ڪيائين. ورهاڱي کان پوءِ جڏهن سندس خاندان پنهنجو وطن سنڌ ڇڏيو ته هي به ڀارت لڏي ويو ۽ وڃي بمبئيءَ ۾ رهائش پذير ٿيو. افسانوي ادب ۾ داس طالب تمام سٺو مقام رکي ٿو.

داس طالب ماهوار ’سهڻي‘ ۽ ماهوار ’بنيا‘ رسالن جو ايڊيٽر ٿي رهي چڪو آهي. سندس ناولن ۾: (1) ’انسپيڪٽرجنرل‘ (روسي ناول نويس گوگول جي ڊرامي جو ناول جي انداز ۾ ترجمو- هن روسي ڊرامي جو ٻيهرين مرزا قليچ بيگ به ترجمو ڪيو هو)، (2) ’چيخ‘ (1954ع)، (3) ’سنڌيءَ جو خون‘ (1955ع)، (4) ’ٻهريون پيار‘ (1963ع) وغيره اچي وڃن ٿا.

هن 1986ع ۾ وفات ڪئي.

**داس ڪيپيٽال** (Das Kapital): ڪارل مارڪس جو هيءُ جڳ مشهور ڪتاب سرمائيداري نظام جو تنقيدي جائزو پيش ڪري ٿو.


Das Kapital
Kritik der politischen Oekonomie.
Von
Karl Marx.
Erster Band.
Buch I: Der Produktionsprocess des Kapitals.
Hamburg
Verlag von Otto Meissner.
1867.

1867ع ۾ شايع ٿيل هن ڪتاب جو جرمن ٻوليءَ مان انگريزي ۽ ٻين ٻولين ۾ ترجمو ٿيو ته رياست ۽ معيشت سان لاڳاپيل حلقن ۾ ترٿلو مچي ويو. هن ڪتاب جو ٻهريون ڇاپو ڪارل مارڪس جي زندگيءَ ۾ ئي شايع ٿيو هو. جڏهن ته ڪتاب جي ٻئي ۽ ٽئين جلد جو مواد به تيار هو، جيڪو مارڪس جي دوست فريڊرڪ اينجلز ترتيبوار 1885ع ۽ 1894ع ۾ ڇپرايو. داس ڪيپيٽال جو چوٿون جلد 10-1905ع ڌاري ڪارل ڪوٽسڪيءَ شايع ڪيو.

داس ڪيپيٽال ۾ ڪارل مارڪس واضح ڪيو آهي ته ڪهڙيءَ ريت سرمائيداري نظام ۾ معاشي سرگرميون جاري رهنديون آهن ۽ ڪهڙيءَ ريت سرمائيدار ٻين طبقن جو استحصال ڪندا آهن. جنهن ۾ مزدور طبقي جو استحصال بنيادي حيثيت رکي ٿو ڇو ته سرمائيدار ڪنهن به شيءِ جي تياريءَ عيوض مزدور کي ان جي مارڪيٽ اگهه موجب اداگيءَ ڪندو آهي، پر پاڻ ان شيءِ کي وڏي اگهه سان مارڪيٽ ۾ وڪڻي سمورو فائدو پنهنجي کيسي ۾ وجهندو آهي.

داس ڪيپيٽال ڪتاب ۾ معيشت جي سماجي پهلوءَ تي مارڪس جو مفيد بحث آهي. هن عوام کي اهڙي معاشري جو خواب ڏيکاريو آهي، جنهن ۾ سمورا انسان برابر هجن ۽ سندن طرز زندگي ۽ معاشي حيثيت هڪجهڙي هجي، ٻئي پاسي اشتراڪيت تي اعتراض ڪندڙ مبصرن جو چوڻ آهي ته هي نظام فطرت جي اصولن جي خلاف آهي، ڇو ته سندن نظر ۾ معاشري جا سمورا فرد هڪجهڙين صلاحيتن وارا نه هوندا آهن، ان ڪري ڪين هڪجهڙي اُجرت نه ٿي ڏئي سگهجي.

**داسي ديوي**: مشهور هندو شاعره داسي ديويءَ جو پورو نالو پڳواني ٻائي هو. هوءَ ٻنگل ديري، تعلقي رتيديري، ضلعي لاڙڪاڻي جي رهاڪو هئي. هن پنهنجي مڙس ديوان ڏيرج داس جي وفات کان پوءِ ادبي دنيا ۾ پير پاتو.

پڳواني، شعر ۾ ’داسي‘ تخلص ڪم آڻيندي هئي، جنهن لفظ جي معنيٰ ’ٻانهي‘ آهي. هن پنهنجي مڙس جي وڇوڙي تي ڪيل شاعريءَ تي مشتمل پنهنجو هڪ ڪتابڙو ’ڏيرج پڄناولي‘ ڪرائون سائيز ۾ لاڙڪاڻي مان شايع ڪرايو هو جنهن ۾ هن پنهنجي پتيءَ جي اوچتي وڇوڙي تي پنهنجي جذبن جو اظهار ڀرپور نموني ڪيو آهي.

ناليوارو اديب آغا صوفي درازي لکي ٿو ته، ”سنڌ جي ڪن مسلمان ۽ هندو عورتن جا شعر منهنجي نظر مان گذريا آهن، ڪن جو شعر اصلاح لاءِ مون وٽ ايندو رهي ٿو، پر منهنجي نظر ۾ سنڌ ۾ شاعره جو سچو لقب سڀ کان اول آخر داسي ديويءَ جي سر تي سونهندو ته ان ۾ ڪو به شڪ نه آهي. سندس شعر جي سلاست ۽ سهڻي حرفيءَ مان قدرتي طبع جي رواني ثابت ٿي رهي آهي.“

پڳواني ٻائي ورهاڱي بعد پنهنجن عزيزن سان گڏ ڀارت هلي وئي.

**داغ بي داغ** (ڪتاب): هي ڪتاب، هند ۾ سنڌيءَ جي ناميारي ليکڪ رتنا گوديا ’رولاڪ‘ جي ڪهاڻين جو مجموعو آهي. هن ۾ 9 ڪهاڻيون: (1) آءُ ٻروچڪو ٻار، (2) ايشور تنهنجي مايا، (3) داغ بي داغ ٿيو، (4) سياڳي، (5) پنرجنم، (6) اماس، (7) مان مان نه رهيس، (8) واهه مائي واهه ۽ (9) سفر ۾ اسين اڪيلا نه آهيون، شامل آهن.




رتنا ’رولاڪ‘ جو هي ڊيمي سائيز جي 110 صفحن تي مشتمل ڪتاب، سنڌي ادبي سڀا، پوني (انڊيا) طرفان آڪٽوبر 2003ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي ۽ اُن جي قيمت 100 روپيا آهي.

**داغ ٽڪڙائي**: ناليواري سنڌي شاعر داغ ٽڪڙائيءَ جو اصل نالو محمد ابراهيم ولد محمد عثمان سمو هو. هن 1334هه/ 1916ع ڌاري ٽڪڙ (موجوده ٽنڊي محمد خان ضلعي) ۾ جنم ورتو. محمد ابراهيم سمو، شاعريءَ ۾ ’داغ‘ تخلص ڪتب آڻيندو هو ۽ اڳتي هلي اهو تخلص سندس سڃاڻپ بڻجي ويو. هن ابتدائي تعليم ان وقت جي رواج موجب مدرسي مان پنهنجي والد بزرگوار کان حاصل ڪئي. ننڍي هوندي کان ئي سندس طبيعت شاعراڻن خيالن ڏانهن مائل هئي ۽ ڪيس علم ادب سان ذوق هو.

ويهن سالن جي ڄمار ۾ شاعري شروع ڪيائين. شاعريءَ ۾ سندس استاد حافظ عبدالله ’بسمل‘ هو. داغ ٽڪڙائيءَ جي شاعري عروضي فن موجب پختي آهي. هن ڪافي، غزل ۽ ٻين صنفن تي به طبع آزمائي ڪئي آهي.

**’داغ‘ دهلوي**: اردوءَ جو نامور شاعر نواب مرزا ابراهيم خان ’داغ‘ دهلوي، فيروزپور جهرڪا جي والي، نواب شمس الدين خان ۽ وزير بيگم جو پٽ هو.



مرزا ابراهيم، چاندني چوڪ دهليءَ ۾ 24 مئي 1831ع تي جنم ورتو. سندس پيءُ کي مسٽر وليم فريزر، ريزيڊنٽ دهليءَ جي قتل جي الزام ۾ 1835ع ۾ ڦاسي آئي. هن جي پرورش سندس ماسيءَ عمده بيگم ڪئي، جيڪا نواب يوسف علي خان جي زال هئي. 1840ع ۾ مرزا ابراهيم پنهنجي ماسي عمده بيگم سان گڏ رامپور هليو ويو، جتي مولوي غياث الدين (مؤلف غياث اللغات) کان فارسي سکيو. 1844ع ۾ ’داغ‘ جي بيوه ماءُ سان بهادر شاهه ظفر جي پٽ ۽ ولي عهد مرزا محمد سلطان فخر الملڪ شادي ڪئي. جنهن بعد نواب داغ پنهنجي ماءُ سان گڏ دهليءَ جي قلعي ۾ رهڻ لڳو ۽ اتي باقاعدي تعليم حاصل ڪيائين. اتي هن سيد محمد مير پنجه ڪش ۽ مرزا عادالله بيگ کان خطاطي پڻ سکي. شاعريءَ ۾ هن شيخ محمد ابراهيم ’ذوق‘ کي پنهنجو استاد ڪري ورتو. داغ دهلوي، مرزا محمد سلطان فخر الملڪ جي مرڻ کان پوءِ 16 جولاءِ 1856ع تي دهليءَ جي قلعي کي ڇڏي ڏنو. 1857ع ۾ آزاديءَ جي جنگ شروع ٿي. جنهنڪري ’داغ‘ پنهنجي ڪٽنب سان گڏ هڪ ڀيرو ٻيهر رامپور پهتو، جتي نواب يوسف علي خان وٽ وڃي رهيو. نواب يوسف علي خان کان پوءِ رامپور جو والي نواب قلب علي ٿيو. جيڪو ’داغ‘ جي تمام گهڻي عزت ڪندو هو ۽ پاڻ سان گڏ حج تي به وٺي ويو. نواب قلب عليءَ جي مرڻ کان پوءِ ’داغ‘ 1886ع ۾ دهلي ڇڏي ٻه سال لاهور ۾ اچي رهيو. جتان امرتسر، ڪشن ڪوٽ، آگري، عليگڙهه، متراٰ، جئپور ۽ ڪاٺياواڙ جو دورو ڪندي 1888ع ۾ حيدرآباد دڪن پهتو جتي راجا گرڌاري پرشاد معرفت نظام دڪن سان ملاقات ڪيائين. ڪجهه عرصو حيدرآباد دڪن ۾ رهڻ بعد واپس دهليءَ هليو ويو. جتان 1891ع ۾ وري واپس حيدرآباد دڪن پهتو ۽ مير محبوب علي خان ’نظام دڪن‘ جو استاد مقرر ٿيو.

حيدرآباد دڪن جي رياست طرفان کيس ’بلبل هندستان‘، ’جهان استاد‘، ’ناظم يار جنگ‘، ’دبير الدوله‘ ۽ ’فصيح الملڪ نواب مرزا خان داغ‘ جا خطاب ڏنا ويا. داغ دهلوي پنهنجي دستخط ۾ ’فصيح الملڪ داغ دهلوي‘ لکندو هو. داغ کي هڪ پٽ جو اولاد هو جيڪو رامپور ۾ ئي مري ويو جنهن کان پوءِ هن هڪ ڇوڪريءَ لاڏلي بيگم کي پنهنجي ڌيءُ ڪري پاليو. داغ دهلوي 9 ذوالحج 1322هه/ 15 فيبروري 1905ع تي وفات ڪئي. کيس حيدرآباد دڪن ۾ دفنايو ويو.

سندس شاعريءَ جي مجموعن ۾: (1) گلزار داغ، (2) آفتاب داغ، (3) مهتاب داغ، (4) يادگار داغ، (5) مثنوي ’فرياد داغ‘ ۽ (6) ديوان محاوراتِ داغ شامل آهن. داغ دهلويءَ جون شاعريءَ کان سواءِ نثر ۾ تصنيفون: (1) انشاءِ داغ، (2) فرمان داغ ۽ (3) بزمِ داغ آهن.

**داڳ/ داغ**: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي تحقيق موجب آڳاٽي دور ۾ جڏهن ڪو وڏيڪ طاقتور حاڪم، سردار يا قبيلو پنهنجي مخالف يا دشمن کي شڪست ڏيئي مٿس غلبو حاصل ڪندو هو ته دشمن سردارن ۽ مخالف سرڪردن کي داڳيندو هو يعني پنهنجي غلبي ۽ سندن شڪست جي نشان طور ڪين داڳ ڏيندو هو: چڻ ڏاڍو هيٺي کي آڻ مڃائي پنهنجي غلبي ۽ مخالف جي دائمي شڪست طور هيٺي کي داڳ ڏيندو هو اها رسم آڳاٽي دور ۾ غلامن ۽ ٻانهن کي داڳڻ جي هڪ ڪَڏي رسم طور رائج هئي، جنهن ۾ مالڪ پنهنجي غلامن ۽ ٻانهن تي سڃاڻپ جو داڳ هڻندا هئا.



سومرا دؤر ۾ به جنگ جي ميدان ۾ ڏاڍي حاڪم پاران هارايل حاڪم کي داڳڻ جي رواج جا آڳاٽا حوالا ’تاريخ طاهري‘ ۾ به موجود آهن.

سنڌ جي ٿر توڙي ٻين علائقن ۾ مختلف ذاتين وارا چوپائي مال کي سڃاڻپ طور داڳ ڏيندا آهن، جن ۾ هميراٽو، ٽنگڙي، ترشول، ڪُنڙ، پاگوڙو، هالا وغيره مشهور آهن.

شاهه لطيف به سُر ليلان چنيسر ۾ هن رواج کي بيان ڪيو آهي. پر اُن جي اصطلاحي معنيٰ ’جدائيءَ جو داغ‘ ٿيندي:

داغ تنهنجو داسڙا، جيري مٿي جن،
تون ڪيئن مٿان تن، چنيسر چت ڪٽين!

**دالا يان (ذات)**: دالا، يانن ۽ چارڻن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. دالا يانن لاءِ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکي ٿو ته: ”دالا، مشهور قبيلي ’يان‘ مان آهن، ’يان به اصل ’چارڻ‘ مان آهن. هن ذات وارن جي نالي سان شهر ’يان‘ تعلقي سيوهڻ ۾ موجود آهي. ’دالا يان‘ وارن جا ڪي پاڙا ’اسحاقاڻي‘ ۽ ’عاقلاڻي‘، ميرپورخاص ضلعي جي ڳوٺ فضل پنيري ۾ رهن ٿا، جڏهن ته ’هربا يان‘، ’موتيا يان‘ ۽ ’آمناڻي يان‘ (ضلعي بدين ۾)، هاشماڻي (ونگي ۾)، ’ليڏا يان‘ (مرحوم حاجي يوسف جو خاندان: ڳوٺ ساندي، تعلقي بدين ۾)، ’چناڻي يان‘ (فضل پنيري اسٽيشن لڳ)، ’چنيءَ پار يان‘ (ڪڇ جي شهر ڀُڄ ۾) رهن ٿا. ٻيا وري ’جکيا يان‘ سڏجن ٿا. ملتان جو ’گهٽو‘ نالي خليفو ’جکيو يان‘ هو جکيا يان، ڏان طور ملتان وارن مريدن کان پٽڪو وٺندا آهن.“

**دال چڪنو**: هي پسارڪو وکر آهي، جيڪو ڪٽڪ رنگو ٿئي ٿو. سنکئي وانگر هن جي ڳوڙهن ۾ به سخت زهر آهي. جيئن ته هي سنکئي ۽ پاري مان ناهبو آهي، ان ڪري دال چڪني کي خبرداريءَ سان ڪم آڻڻ گهرجي. حڪيم ۽ پساري دال چڪني ناهڻ لاءِ مکڻ ۾ کرل ڪري مرهم ناهيندا آهن. اهو مرهم ناسور، بواسير، خراب ۽ پراڻن ڦٽن ۽ وڍيل گوشت لاءِ مفيد آهي. حڪيم هن کي مارِي ڪشتي ٺاهڻ لاءِ تولو ڪن دال چڪنو لوهه جي ڪڙاهيءَ ۾ رکي، هلڪي باهه تي هڪ پاءُ مال ڪنگڻيءَ جو تيل چوهاڪا ڏئي ڪڏائيندا آهن، پوءِ ميٺ ڦل ۾ تنگ ڪري، دالچڪنو ان ۾ وجهي، تُنگ کي بند ڪري مٿان ڪٽڪ جي ڳوهيل اٽي سان لپيٽي سُڪائي، پوءِ انهيءَ اٽي ۾ ويڙهيل ميٺ ڦل کي هڪ سير ڳائي کير ۾ جوش ڏيندا آهن. جڏهن کير ڪڙهي باقي اڌ پاءُ ڪن بچندو آهي، تڏهن ميٺ ڦل مان دال چڪنو ڪڍي، ابت ڪنبڙيءَ جي اڌ پاءُ پنن جي گهوٽيل لبادي جي وچ ۾ رکي، خوب سڪائي، 5 ڪلو ڇيڻن جي باهه ڏبي ته قلي پوندو آهي. اهو ڪشتو ڪيترن مرضن جهڙوڪ: نزلي، دماغ جي رطوبت، ناسورن، ڦٽن ۽ قوت باهه لاءِ مجرب آهي. خاص طرح باد فرنگ تي سنو فائدو ڪري ٿو.

**دال چيني** (Cinnamon): دال چيني/ دار چينيءَ جو هڪ وڻ ٿيندو آهي، جنهن جو سکل چوڏو مصالحي طور ڪم ايندو آهي. هن وڻ جو تعلق سريلنڪا سان آهي، اُن جو لاطيني نالو Cinnamum Tamala آهي. هي وڻ وچ اوير ايشيا جي ڪن علائقن ۾ به ٿيندو آهي، پر سريلنڪا جي دال چينيءَ جو ذائقو سپ ڪان سنو ٿئي ٿو. دالچينيءَ جو وڻ هندستان ۾ به ٿيندو آهي.



دال چيني گهڻو ڪري پاچين، ڀوڄ، پلاءَ ۽ ڪاڙهي ۾ پوندي آهي، جنهن سان نه رڳو ذائقو سنو ٿئي ٿو پر صحت جي حوالي سان به فائديمند آهي. زڪام ۽ ڪنگهه ڪان فرحت لاءِ دالچيني ڪاڙهي ۾ به استعمال ڪئي ويندي آهي. دالچيني دڪانن تي عام ۽ سستي ملندي آهي ۽ اُن جو استعمال عام معمول جو حصو آهي. هن کي 'دار چيني' به چيو ويندو آهي.

**داليون**: داليون، ڀڄن وارا فصل آهن ۽ انسان جي اهم خوراڪ ۾ شمار ٿين ٿيون. دال، خوراڪ جي لحمياتي جزن جي نسبت سان اهم آهي. دال جي فصل جا مختلف قسم لڳ ڀڳ سڄيءَ دنيا ۾ پوکيا وڃن ٿا. خاص ڪري ڏکڻ ايشيا ۾ به دال جي فصل جي گهڻي پيداوار ٿئي ٿي. سنڌ ۾ دالين جا فصل آمدنيءَ توڙي خوراڪ جي لحاظ کان پوکيا وڃن ٿا. طبي ماهرن موجب: هر ماڻهوءَ جي روزاني کاڌ خوراڪ ۾ 60 کان 70 گرام لحميات جي گهرج آهي، جنهن سان ماڻهوءَ جي جسماني واڌ ويجهه ٿئي ٿي. دالين ۾ قدرتي طور 20 کان 28 سيڪڙي تائين لحمياتي جزا موجود آهن. جيتوڻيڪ لحميات (Proteins) ٻين کاڌن: گوشت، مڇي، بيضن وغيره مان به ملي ٿي، پر داليون سستي اگهه ۾ لحمياتي جزن جو گهڻي قدر پورائو ڪن ٿيون.



داليون سنڌ ۾ کاڌ خوراڪ جي مختلف طريقن، جهڙوڪ: ڀاڄي، ٻيسڻ جي شين، پڪوڙن، ٽڪين، چٽن (چولن)، ڀُڳڙن، ڪبابن ۽ سُوپ ۾ استعمال ڪيون وينديون آهن. ان کان سواءِ ڪڪڙ جي گوشت يا مڇيءَ کي فرائي ڪرڻ لاءِ دال جو تهه چاڙهي پچايو ويندو آهي.

دالين جي فصل مان انساني خوراڪ کان سواءِ زمين لاءِ سائي ڀاڻ، جانورن جي چاري، پرڏيهي ناڻي ۽ پاڻيءَ جي بچت جهڙا فائدا به ٿين ٿا. دال جو فصل ٻين فصلن جي ڀيٽ ۾ گهٽ عرصي ۾ تيار ٿئي ٿو. دالين جي لڳ ڀڳ سمورن قسمن جي پوک ٻن موسمن: ربيع ۽ خريف ۾ ڪئي ويندي آهي. ربيع ۾ چڻن، مٽرن ۽ مهريءَ جي دال ۽ خريف ۾ مانهه، چؤنرن/ رانهن، موٺ، گوار ۽ ارهڙ جي پوک ڪئي ويندي آهي. هي فصل به ٻين زرعي فصلن وانگر جديد زرعي اوزارن ذريعي چٽ ۽ ڪاهه رستي پوکيا، لٽيا، ڳاهيا ۽ صاف ڪيا ويندا آهن.

سنڌ ۾ دالين جي فصل کي سٺي آمدني ڏيندڙ فصل طور پوکيو ويندو آهي. دالين جا هيٺيان قسم آهن، جيڪي مختلف جنسن طور پنهنجي ڌار ڌار سڃاڻپ رکن ٿا:

**رانها/ چؤنرا** (Cow Peas): چؤنرا، دالين جو مکيه فصل آهي، جيڪو اناج، ڀاڄي، سائي گاهه ۽ زمين لاءِ سائي ڀاڻ طور ڪارائتو آهي. چونئرن جي ٻجن مان ڪوهر رڌبا آهن، جيڪي شهرن توڙي ٻهراڙيءَ ۾ شوق سان کاڌا وڃن ٿا. هي خريف جو فصل آهي. هن جي بهتر واڌ ويجهه لاءِ گرم موسم ڪارگر آهي.

هن فصل جو اصل وطن هندستان ۽ پاڪستان آهي، جتان هيءُ فصل دنيا جي ٻين ملڪن: آفريڪا، چين، اتر ايشيا جي ملڪن ۽ يورپ وغيره ڏانهن پکڙيو آهي. چؤنرن جي پوک سنڌ جي هر علائقي ۾ ڪئي وڃي ٿي. خاص طور لناشي ۽ وچولي زمين هن فصل جي پوکائيءَ لاءِ ڪارائتي آهي.

هيءُ فصل جلد پاڻي جذب ڪندڙ زمين ۾ سٺو ٿئي ٿو ڪلرواري زمين ۾ نٿو اسري. چوڻرن جي فصل بابت ميرپورخاص زرعي تحقيقي انسٽيٽيوٽ خاص ڪم ڪيو آهي ۽ مختلف جنسون متعارف ڪرايون آهن.



رانهن/ چوڻرن جي سفارش ڪيل جنسن ۾ ميرپور خاص سليڪشن، فارم 71، سي. بي. اي. ڊي 71 شامل آهن. هن جي پوکائيءَ لاءِ گهريلو ٻج ٻه پوکي سگهجي ٿو جنهن لاءِ ضروري آهي ته اهو ٻج سُري وغيره کان بچيل ۽ صحتمند هجي. چوڻرن جي پوک لاءِ 10 کان 12 ڪلوگرام ٻج في ايڪڙ جي حساب سان ڪم آڻبو آهي. هن فصل جي بهتر واڌويجهه لاءِ ڏهه ڪلوگرام نائٽروجن، ويهه ڪلوگرام فاسفورس ۽ ڊي اي پي ۽ هڪ کان ٻه بوريون سلفيٽ آف پوٽاشيم گڏائي ناليون ٺاهڻ يا ڪاهه ڪرڻ وقت ٻج سان ڏيڻ گهرجن. ان کان سواءِ گل ڇانئڻ وقت ۽ فصل پچڻ واري مرحلي ۾ ٻه پاڻ ڏنو وڃي ٿو. هن فصل لاءِ عام طرح ٽي پاڻي ڪافي هوندا آهن. پهريون پاڻي پوکائيءَ جي ٽن هفتن بعد ۽ ٻه پاڻي 20 کان 25 ڏينهن جي وقفي بعد ڏنا ويندا آهن.

**موٺ/ مهريءَ جي دال (Aconite-leaved Kidney Bean)**: موٺ يا مهريءَ جي دال کي اردوءَ ۾ دال موٺ(Phaseolus aconitifolius)، عربيءَ ۾ عرس، فارسيءَ ۾ تشڪ ۽ هنديءَ ۾ مسور چوندا آهن. هيءَ دال ڳاڙهي رنگ جي چپٽرن گول داڻن جي ٿيندي آهي ۽ اُن جا ٻه قسم ٿيندا آهن. هيءَ دال پاڪستان ۽ هندستان ۾ پوکي ويجي ٿي. حڪيمن موجب مهريءَ جي دال کي پاڻيءَ ۾ ڪاڙهي ان پاڻيءَ سان ڳرڙيون ڪرڻ سان وات جي بدبوءِ ختم ٿيندي آهي. هيءَ دال وات جي پچڻ، ڪنگهه، سيني جي سور، تپ ۽ دستن لاءِ مفيد آهي. هن کي سرڪي ۾ رڌي لپري ڪري، خناق جي ڳوڙهن ۽ سخت سوڄ تي ٻڌڻ سان فائدو ٿيندو آهي. هيءَ دال دير سان هضم ٿئي ٿي. هن ۾ پاڻي 11.2 سيڪڙو نائٽروجن وارو مادو 0.64 سيڪڙو ۽ لوٽياٽ 3.56 سيڪڙو موجود آهي.

**اُڙد جي دال (Hairy- podded kidney Bean)**: اُڙد جي دال کي لاطينيءَ ۾ (Phasiolus max) چئبو آهي. هن دال جي ٻوٽي جو هر حصو سنهن وارن سان ڍڪيل ٿيندو آهي ۽ ڦريون ٻه وارن سان ڀرپور هونديون آهن. هن دال جو فصل پاڪستان، هندستان ۽ سريلنڪا ۾ ٿيندو آهي. ستلج واديءَ، رامپور ۽ سنگنام ۾ هي ٻوٽو 6000 فوٽن جي اوچائيءَ تي ٻه پوکيو وڃي ٿو

**مُگن جي دال (Common Bean)**: مُگن جي دال جو لاطيني نالو (Phaseolus Mungo) آهي. هن دال جي داڻي جو رنگ سائو ۽ ڪاراڻ مائل ٿيندو آهي. هن جو سواد ٻين دالن کان بهتر آهي. هن ۾ 9.20 سيڪڙو پاڻي، 24.70 سيڪڙو نائٽروجن ۽ 60.36 سيڪڙو نشاستو هوندو آهي. هن ۾ 1.48 سيڪڙو چرٻي ۽ لوٽياٽ 3.26 سيڪڙو موجود هوندي آهي. مگ پاڪستان، هندستان ۽ سريلنڪا ۾ پوکيا وڃن ٿا. نيپال ۾ جبلن جي وادين ۾ مگن جي پوک سٺي اُپت ڏئي ٿي.

**مانهہ جي دال (Rayed- kidney Bean)**: مانهہ جي دال جو لاطيني نالو Phaseolus radiatus آهي. هن دال جو ٻوٽو هندستان، نيپال، سريلنڪا ۽ نيپال ۾ پوکيو وڃي ٿو نيپال ۾ 5000 فوٽن جي اوچائيءَ تي هن کي ڪاميابيءَ سان پوکيو وڃي ٿو هن کي هر طبقي جا ماڻهو شوق سان کائيندا آهن. مانهہ جي ٻج جي تور ماسي جيتري آهي. ان ڪري هن کي رتيءَ جي ٻج وانگر سونارا ماسي طور ٻه توريندا آهن. مانهہ جون پاڙون، پن ۽ ڏانڊيون مال جي چاري طور استعمال ٿين ٿيون.

**چڻن جي دال**: چڻا ربيع جو فصل آهي. فصل لهڻ کانپوءِ چڻن کي ڏري، اُن مان دال ٺاهيندا آهن. چڻن جي دال کاڌي ۾ عام واپرائي وڃي ٿي، جنهن ۾ پروٽين ۽ لحميات موجود آهي. *(وڌيڪ ڏسو: 'چڻا'، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد ڇهون.)*

**داماني ٻڪري**: داماني ٻڪريءَ جو نسل ديري اسماعيل خان ۽ لڪي مروت ضلع بنون ۽ آسپاس وارن علائقن ۾ لڀي ٿو هن نسل جي ٻڪريءَ جو قد وچولو ٿئي ٿو. سراسري طور نر جو وزن 31 ڪلوگرام ۽ ماديءَ جو وزن 26 ڪلوگرام ٿئي ٿو. داماني ٻڪريءَ جا وارَ ڊگها، رنگ ڪارو، ٽنگون ڳاڙهاڻ مائل، سِڱ وريل ۽ ننڍا، پڇ ننڍو، اوهه ۽ ٿڻ وڏا ٿين ٿا. هن ٻڪريءَ جي کير جي سراسري پيداوار 100 ڏينهن جي کير واري عرصي ۾ 100 ليٽر رڪارڊ ڪئي وئي آهي ۽ انهيءَ ۾ سنو سٽيپ ٿئي ٿو هن جو گوشت نرم ۽ لذيذ ٿيندو آهي. داماني نسل خاص ڪري کير جي لحاظ کان پاليو ويندو آهي. هن ٻڪريءَ جي وارن جي ساليانې پيداوار 700 گرام آهي. هاڻي هن نسل جي پالنا سنڌ ۾ ٻه ٿئي ٿي.

**دامر سان شڪار**: هيءُ شڪار جو هڪ قسم آهي، جنهن سان جهنگلي تتر شڪار ڪبا آهن. هن قسم جي شڪار ۾ شڪاري پهرين بانس جي ڪاٺين مان سنهيون سنهيون پٽيون ٺاهيندا آهن. پوءِ ٻه ٽلهيون ڪاٺيون هيٺ مٿي ڪوڙي، انهن جي وچ ۾ اهي سنهيون چيرائيون ٻڌي، انهن کي ويڪر ۾ چاڙکي ۽ ڊيگهه ۾ ڇهن سٽن فوٽن جيترو ٺاهيندا آهن. انهن چيرائين جي وچ ۾ مضبوط سنها ڌاڳا يا وڏا وارَ ڦاهيءَ وانگر ٺاهي لڙڪائي ڇڏيندا آهن. پوءِ هڪ پاسي ڏاريل تتر رکندا آهن ۽ ٻئي پاسي شڪاري لڪي ويهندو آهي. شڪاري سينڊ وڄائيندو آهي، ان سينڊ تي ڏاريل تتر ٻوليندو آهي. ڏاريل تتر جي ٻوليءَ تي جهنگلي تتر اچي گڏ ٿيندا آهن. تترن جي عادت آهي ته جيڪڏهن ڪين ڊپ نه هوندو آهي ته پوءِ تمام آهستي هلندا ايندا آهن. جڏهن تتر انهن گهيٽين مان لنگهندا آهن ته سندن ڳچيون ڳراهين ۾ ڦاسي پونديون آهن ۽ پوءِ شڪاري انهن تترن کي ڦاهين مان ڇڏائي ڪٽندو آهي.

**دامن درياهہ**: هي آڳاٽي وقت ۾ سنڌوءَ مان نڪرندڙ قديم وهڪرو هو جيڪو بهاولپور وٽان سنڌوءَ مان نڪري، تعلقي اوٻاوڙي جي ريتي ريلوي اسٽيشن پرسان قديم شهر وڄوٽ (جيڪو هن وقت کنڊر جي حالت ۾ آهي) وٽان گذري، اڳتي هلي 'واهند' درياهہ ۾ داخل ٿيندو هو ۽ اتان ٻنهي جو گڏيل وهڪرو اڳتي وهي عمرڪوٽ جي الهندي پاسي کان گذري 'کوري نار' ۾ داخل ٿيندو هو. ڪتاب 'دي انٽني ڪوئيٽيز آف سنڌ' ۾ ريورٽي جي ڪتاب 'مهراڻ آف سنڌ' جي حوالي سان لکيو ويو آهي تہ، "موجوده سنڌو درياهہ مان هڪڙي شاخ نڪرندي هئي، جيڪا تعلقي اوٻاوڙي جي قديم شهر وڄوٽ وٽان گذري عمرڪوٽ کان اڳتي وهندي هئي." هن وهڪري جي ذريعي ئي سنڌو ۽ واهند درياهہ پاڻ ۾ مليل هئا. دامن درياهہ جي بند ٿيڻ بعد جيڪا ننڍي شاخ بچي اها سيهڙ شاخ جي نالي سان سڏجي ٿي، جيڪا تعلقي اوٻاوڙي ۾ ريتي ريلوي اسٽيشن پرسان موجود آهي.

**دامنِ ڪوهہ**: دامن ڪوهہ هڪ سياحتي ماڳ آهي، جيڪو پاڪستان جي گاديءَ واري هنڌ اسلام آباد پرسان مارگلا جبلن جي چوٽيءَ تي واقع آهي. هونئن تہ مارگلا جبلن ۾ سياحتي ماڳ گهڻي تعداد ۾ آهن ۽ اڪثر هنڌن تي ننڍا ننڍا ريسٽورينٽ قائم ڪري، هتي سياحن لاءِ سهوليتون ميسر ڪيون ويون آهن، پر 'دامن ڪوهہ' جي ماڳ کي انهن سمورن ماڳن تي فوقيت حاصل آهي.



'دامن ڪوهہ' اسلام آباد کي ويجهو آهي ۽ مارگلا جبل جي سونهن آهي. مارگلا جي مقبوليت جو سڀ کان وڏو سبب بہ دامن ڪوهہ آهي. جبل جي ڪناري تي واقع هيءَ تفريح گاهہ اهم حيثيت رکي ٿو سياح هتي اچي لطف اندوز ٿين ٿا. دنيا جي هر ملڪ مان ايندڙ سياح سهڻن ڏيکن کي ڪئميرائن جي اک ۾ هميشہ لاءِ محفوظ ڪري وٺن ٿا. دامن ڪوهہ اوچائيءَ تي قائم آهي، اُتان اسلام آباد جو سڄو شهر، فيصل مسجد ۽ آسپاس جي مقامن جو نظارو ڪري سگهجي ٿو هن تفريح گاهہ جي اوچائي 2000 فوٽ آهي ۽ اها اسلام آباد جي زيرو پوائنٽ کان ڏهن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي واقع آهي. مارگلا جبل 3000 ايڪڙن جي پکيڙ ۾ ڦهليل آهي، جن جو سلسلو بنگجانيءَ تي وڃي ختم ٿئي ٿو هنن ٽڪرين کي هر قسم جي ڪمرشل ۽ رهائشي منصوبن کان ڌار ڪيو ويو آهي تہ جيئن انهن تي فقط تفريحي ماڳ، نيشنل پارڪ ۽ سهڻا پبلڪ هنڌ (Beautiful Public Points) ٺاهي سگهجن. اهڙين خوبصورت جاين مان 'دامن ڪوهہ' بہ هڪ آهي. هتان ور وڪڙ وارو روڊ اسلام آباد جي 'مرغزار' (چڙيا گهر) تان اوچائيءَ طرف وڃي ٿو. لاڳيتو مٿي ويندڙ هي رستو هڪ پاسي گهرين کاهين ۽ ٻئي طرف ساوڻ گاهہ سان اوڊيل اوچن جبلن تي مشتمل آهي. هي رستو خطرناڪ هئڻ جي باوجود ايترو تہ سهڻو آهي، جو دامن ڪوهہ جي پهاڙيءَ واري حصي ۾ پهچڻ تائين سياح تفريح جو خاصو سامان ڪٺي ويندا آهن. هتي نانگن ۽ نوريئڙن ڪانسواءِ باندر، سوئر، هرڻ، جهنگلي ٻلا ملن ٿا. هتي سيڙهہ ۽ سهڻا پکي بہ جام آهن، جن ۾ ڪاليگ مرغ (Kaaleg) بہ شامل آهي، جيڪو تمام سهڻو ٿيندو آهي. ان ڪانسواءِ هتي هڪ ناياب پکي 'فازات' بہ ملي ٿو جنهن جو آواز تمام مٺو آهي ۽ گهڻو ڪري ديال جي وڻن ۾ آڪيرو ٺاهي رهندو آهي. هي پکي دامن ڪوهہ ۾ تمام گهڻو ملي ٿو هي علائقو هاڻي مڪمل طور آباد ٿي چڪو آهي ۽ اسلام آباد جي رهاڪن ۽ سياحن لاءِ سڀ کان مقبول پڪنڪ جو هنڌ بڻجي چڪو آهي. جبل جي چوٽيءَ تي ڪافي اڏاوتي ڪم ٿيو آهي. هتي هڪ ريسٽ هائوس، هوٽلون ۽ سنيڪ بارون بہ موجود آهن. هتي ننڍڙن ٻارڙن جي راند روند لاءِ ڪيٽريون خاص جايون ٺاهيون ويون آهن.

**دانتي** (Dante): اٽالين يا اطالوي زبان جي مشهور شاعر، نثر نويس، اديب، فلسفي ۽ سياسي مفڪر، دانتي دگلي ايلغيئريءَ جو جنم اٽليءَ جي شهر فلورينس ۾، 15 مئي 1265ع ڌاري ٿيو. ننڍپڻ ۾ ئي سندس ماءُ گذاري وئي ۽ سندس پيءُ ٻي شادي ڪئي هئي. ماٽيجي ماءُ جي سلوڪ سندس ذهن تي خراب اثر ڇڏيا. جڏهن سندس عمر پندرهن سالن تي پهتي تہ سندس پيءُ بہ مري ويو. ڪيس ننڍپڻ کان ئي فن ۽ ادب سان گهري دلچسپي هئي. ان لاءِ گهڻو وقت گهر ۾ مطالعو ۽ شاعري ڪندو هو. 18 سالن جي عمر ۾ ڪيس شاعر جي حيثيت سان شهرت ملي. هن پنهنجي مشهور تصنيف 'طربيہ خداوندي' (The Divine Comdey) نالي مروج سرڪاري ٻولي لاطينيءَ ۾ لکڻ بجاءِ اطالويءَ ۾ لکيو شاعريءَ ۾ سندس رهبري وقت جي وڏي اطالوي شاعر 'گوئيدو ڪوال ڪانتي' ڪئي. گوئيدو جي چوڻ تي هن پنهنجون لکڻيون اطالويءَ ۾ لکيون. اطالوي زبان ۾ لکڻ لاءِ هن جواز پيش ڪيو تہ: "هيءَ هتان جي مادري ٻولي آهي، جنهن ۾ ننڍا وڏا پوڙها پڪا سمجهڻ ۽ پڙهڻ جي ڪوشش ڪن ٿا، جڏهن تہ لاطيني زبان سندن مادري زبان نہ آهي. اسان جي خواهش آهي تہ ديسي زبان جي خدمت ڪريون."



ٽي. ايس. ايليٽ ڪيس نئين سجاڳي يعني 'نشاة الثانيہ' (Renaissance) جو نمائندو شاعر ڪري ڪوٺيو آهي. 'نشاة الثانيہ' اهو دؤر آهي، جنهن دؤر ۾ دنيا ۾ قوميت جو تصور تيزيءَ سان اُڀريو ۽ پکڙيو. هر ماڻهوءَ کي

پنهنجي زبان ۽ ثقافت تي ناز ٿيڻ لڳو. ديسي ٻوليون ’قومي ٻوليون‘ ٿي اُڀرڻ لڳيون. دانتي بہ انهيءَ دؤر جي نمائندگي ڪندي، پنهنجون تصنيفون اطالوي زبان ۾ لکڻ شروع ڪيون. دانتي کي عالمي سطح تي اطالوي ٻوليءَ جي عظيم شاعر جي حيثيت حاصل آهي.

اٽليءَ جي ادب ۾ دانتي، پيٽرارچ (Petrarch) ۽ بوڪاشيو (Boccacio) کي ٽمورتيءَ جو درجو حاصل آهي.

دانتي جي علمي سفر بابت مستند راءِ نہ ملي سگهي آهي، پر هڪ اندازي موجب هن ابتدائي تعليم جي شروعات پنهنجي گهر کان ڪئي، جنهن بعد فلورينس ۾ قائم گرجا گهر سان لڳو لڳ چيپٽر اسڪول مان تعليم حاصل ڪرڻ لڳو. ڪيس اٽالين ڪلاسيڪي ٻوليءَ جي ٽسڪاني شاعريءَ بابت تمام گهڻي ڄاڻ هئي. جڏهن سيسلي (Sicily) مان هڪ ادبي ۽ ثقافتي گروهہ ٽسڪينيءَ (Tuscany) ۾ پنهنجي سيسيلين اسڪول (Sicilian School) جو بنياد وڌو تہ دانتي جو رجحان ڪلاسيڪي ادب طرف وڌڻ لڳو ۽ هن وسيع مطالعي ۽ تحقيق جي آڌار تي ڏکڻ اوڀر فرانس جي اڳوڻي پراونس ٻوليءَ ۾ اُسريل شاعري ۽ پراڻي دؤر جي ڪلاسيڪي ۽ عظيم شاعر ٽروبادورس (Troubadours) ۽ لاطيني ليکڪن: سسيرو (Cicero)، اووِڊ (Ovid) ۽ ورجل (Virgil) جي ناياب لکڻين کي سامهون آندو. هن نہ صرف انهن پراڻين لکڻين کي عوام ۾ متعارف ڪرايو، بلڪ اساسي شاعريءَ مان مدي خارج روايتن کي خارج ڪري، انهن جي طرز ۾ جديديت ۽ نواڻ آڻي، ڪي نيون تخليقون بہ سرجيون، جن کي هن اطالوي ٻوليءَ ۾ Sweet Dolce Stil Nove New Style جو نالو ڏنو.

دانتي، پنهنجي همعصر شاعرن ۽ ليکڪن سان گڏجي جدت آميز لکڻين جو آغاز ڪيو ۽ پيار جي انيڪ موضوعن ۽ فڪر جو بنياد رکيو. سندس شاعريءَ توڙي لکڻين ۾ محبت جو تمام گهڻو اثر ملي ٿو. هن بيٽرائيس پورٽيناريءَ سان نون سالن جي ڄمار کان وٺي محبت ڪئي هئي، پر ساڻس شادي نہ ڪري سگهيو. هن پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪيترين جاين تي بيٽرائس جو بيان پنهنجي شاعريءَ ۽ جيئڻ جي مقصد طور ڪيو آهي. هن جو شاعريءَ سان لاڳاپو آخري وقت تائين قائم رهيو. سندس شاعريءَ جو هڪ رخ وطن جي محبت تي مشتمل آهي.

دانتي هڪ بهترين شاعر، نثر نويس ۽ فلاسفر سان گڏ سلو سياستدان بہ هو. هن مختلف جنگين ۾ حصو پڻ ورتو، جن مان هڪ 11 جون 1289ع ۾ ڪمپلڊينو (Campaldino) جي مقام تي فلورينٽائين گيلفز (Florentine Guelphs) ۽ ايريزو گبلينيس (Arezzo Ghibellines) جي وچ ۾ ٿي هئي ۽ ٻي جنگ 1294ع ۾ چارلس مارٽل جي ٿي، جنهن دوران هي فلورينس ۾ رهيو.

نومبر 1301ع ۾ چارلس ويلوئس، پنهنجي فوج سان گڏ فلورينس ۾ وڏي پئماني تي تباهي مچائي. ان دوران وڏي انگ ۾ سياسي قيدي بنايا ويا. دانتي بہ انهن قيدين ۾ شامل هو. ڪيس بعد ۾ حڪومتي فيصلي هيٺ ڏنڊ وجهي، ملڪ نيڪالي ڏني وئي هئي.

دانتي جي چيڪل ڪتابن ۾ هيٺيان اچي وڃن ٿا:

(1) Hell, (2) Purgatory, (3) Paradise, (4) Lavita Nuova.

اهي ڪتاب انگريزي ۽ ٻين ٻولين ۾ ڇپيا ۽ تمام گهڻي مقبوليت حاصل ڪيائون.

هڪ طرف دانتي پنهنجي سادي سُودي غير ترقي يافتہ ٻوليءَ (اطالويءَ) ۾ لکڻ جي شروعات ڪري، ان کي اعليٰ ادبي ٻوليءَ جو درجو ڏياريو تہ ٻئي طرف وقت جي ادبي ٺيڪيدارن ۽ حڪمرانن طرفان مڙهيل لاطيني ٻوليءَ ۾ لکڻ کان انڪار ڪرڻ سبب هو يورپ ۾ مادري ٻولين ۾ لکڻ جو رواج وجهندڙ ليکڪ سمجهيو وڃي ٿو. اهوئي سبب آهي تہ ڪيترا سنڌي ليکڪ پنهنجي مادري ٻوليءَ کي اهميت ڏيڻ جي حوالي سان جتي شاهہ لطيف جو حوالو ڏيندا آهن، اتي دانتي جو حوالو پڻ ڏنو ويندو آهي.

اطالوي زبان جي هن عظيم شاعر ۽ ليکڪ، 13 يا 14 سيپٽمبر 1321ع ۾ وفات ڪئي.

**دانر (مڇي):** دانر مڇيءَ جو هڪ قسم آهي. هي مڇي ڪَرين يا اونهن ڪنبن ۾ ٿيندي آهي ۽ ننڍين مڇين کي کائيندي آهي.

**دانشور خان:** دانشور خان جونئي جي فارسي شاعرن ۾ شمار ٿيندو هو. ڪيس پنهنجي دؤر جي شاعرن ۾ خاص اهميت حاصل هئي. سندس تخلص ’شهرتي‘ هو. مشهور شاعر مير عبدالرزاق خان معموري سندس همعصر هو. دانشور خان جي شاعري فارسيءَ ۾ آهي، ڪيس فارسيءَ تي خاص عبور حاصل هو. هو جهانگير بادشاهہ جي دؤر ۽ قباد خان حاڪم جي دؤر تائين زندهہ هو. وقت جي حاڪمن وٽ سندس چڱي عزت هئي. سندس ’ديوان شهرتي‘ تمام گهڻو مشهور آهي.

**دانقل:** دانقل مڪڙيءَ وانگر آسماني مائل ڪاري رنگ جو هڪ ڦل آهي، جيڪو ذائقي ۾ تمام ڪڙو ٿيندو آهي. هن کي عربيءَ ۾ ’غافت‘ چئبو آهي. حڪيمن موجب هي ڦل معدي ۽ جگر کي طاقت ڏئي ٿو، پيشاب ۽ پگهر کي جاري ڪري ٿو. هي ڦل ٻرهل ۽ دماغ جي رطوبت سڪائڻ لاءِ مفيد آهي ۽ هن جو ٻورو ڦٽن ۽ ناسورن کي ڇُٽائي ٿو.

**دانگي:** ماني پچائڻ لاءِ ٺڪر جي ٺاهيل تاوي وانگر ٺهيل تانو کي دانگي چئبو آهي. دانگي ٺڪر جي ٻين گهريلو ٿانون: دِلن، منگهن، گلاسن، پاٽوڙن وغيره وانگر، ڪُنڀر مٽيءَ مان ٺاهي، آويءَ ۾ پچائي، تيار ڪندا آهن. دانگيءَ تي پڪل ماني ڏاڍي لذت واري ٿئي ٿي. ٻهراڙين ۾ خاص ڪري ڪوهستان ۽ ٿر ۾ اڄ بہ ڪٿي ڪٿي دانگيءَ جو استعمال ڪيو وڃي ٿو.



’دانگي مَلڻ‘ سنڌيءَ جو هڪ اصطلاح پڻ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ڪنهن کي بي عزت ڪرڻ، سندس منهن ڪارو ڪرڻ. ان کان سواءِ سنڌيءَ ۾ هڪ ٻي بہ چوڻي مشهور آهي تہ، ”رت دانگيءَ تي بہ ورندو آهي.“

**دانيالؑ:** اسرائيلي روايتن مطابق حضرت دانيال عليه السّلام بني اسرائيل جي چئن وڏن نبين ۾ ڳڻيو وڃي ٿو. صحيفه دانيال 'قديم عهدنامي' کان پوءِ جي صحيفن ۾ شامل آهي. قرآن ۽ حديث ۾ ان جو ڪليل ذڪر نه آيو آهي. بلاذريءَ جي تحرير (فتوح البلدان) موجب حضرت ابو موسيٰ اشعري رضہ ڪي سوس جي فتح کان پوءِ قلعي مان حضرت دانيال نبيءَ جو مڙهه مليو هو. جنهن حضرت عمر رضي الله عنه جي حڪم سان درياهه جو پاڻي بند ڪرائي، وچ درياهه ۾ نئين سر ڪفن دفن ڪرائي پاڻي هلائي ڇڏيو هو. بلاذريءَ اهو به بيان موجود آهي ته بخت نصر بادشاهه حضرت دانيال عليه السّلام کي قيد ڪري بابل وٺي ويو هو جتي هو وفات ڪري ويو. سوس ۾ جڏهن قحط پيو، تڏهن سوس وارا، بابل وارن کان حضرت دانيال جو مڙهه امانت طور وٺي ويا، جيئن سندن برڪت سان برسات حاصل ڪري سگهن. اهڙيءَ ريت سندن مڙهه سوس وارن وٽ پهچي ويو.

**دائپو** (Midwifery): دائپو هڪ پيشي جو نالو آهي، جيڪو قديم زماني کان هلندڙ آهي. ڪنهن به عورت جي حمل واري عرصي دوران سندس سار سنڀال لهڻ، طبي معائنو ڪرڻ (ويندي ٻار ڄمڻ تائين) ۽ ٻار جي ابتدائي پرگهور لهڻ واري عمل کي دائپو چئبو آهي. هي ڪم اڪثر مقامي ڄاڻو عورتون ڪنديون آهن، جن کي 'دائي' ڪوٺيو ويندو آهي.



دائپي جو رواج ڪيترن ڄڳن کان هلندو اچي ۽ دنيا جي هر معاشري توڙي سماج ۾ قديم زماني کان هن پيشي کي عزت جي نگاهه سان ڏٺو ويندو آهي، ڇاڪاڻ ته هن پيشي جو سڌو سنئون تعلق وير ڪرائڻ سان آهي. دنيا جي سڀني معاشرن توڙي تهذيبن ۾ ٻار جو جنم خوشيءَ جو باعث سمجهيو ويندو آهي، تنهنڪري دائيءَ کي پڻ تمام گهڻي عزت ڏني ويندي آهي. ڪنهن به عورت جو ڳرڀ وارو دؤر، وير جو وقت ۽ ان کان پوءِ ايڪيهي تائين وارو عرصو هڪ نازڪ ۽ اهم وقت هوندو آهي ۽ اهڙي قسم جي سڌ سماءَ يا سموريون سهولتون، دائپي واري پيشي ۾ گهرويلي مهيا ڪيون وينديون آهن.

شروعاتي زماني کان وٺي ارڙهين صدي عيسويءَ تائين وير جون سهولتون دائي ڏيندي هئي، جڏهن ته اوڻويهين صديءَ عيسويءَ کان هن پيشي هڪ سائنسي شعبي جي صورت اختيار ڪري ورتي، جنهنڪري هي شعبو جدت اختيار ڪري ويو. اڄ به سموري دنيا ۾ چوٿون حصو ٻارن جا جنم دايون هٿان ٿين ٿا، نه صرف ايترو پر دنيا جي ترقي پذير ملڪن ۾ دايون ئي ڳوٺاڻين عورتن جي سُڌ سماءَ رکنديون آهن، جو ته اُتي ڊاڪٽرياڻين وغيره جي کوٽ هوندي آهي. ائين ئي ترقي يافته ملڪن ۾ پڻ دائپي کي جديد سائنس جي آڌار تي اهميت حاصل آهي. انهن ملڪن ۾ پڙهيل لکيل ۽ سَنَد يافته دايون، ڳورهاري عورت ۽ ٻار جي نگهداشت ڪنديون آهن.

ميڊيڪل سائنس ۽ گائنوڪالاجيءَ جي شعبي ۾ دائپي جي ڪم بابت ڪيترا ڪورس ڪرايا وڃن ٿا، جنهن کان پوءِ دائپي کي هڪڙي قانوني حيثيت حاصل ٿيو وڃي، ائين ئي پوئتي پيل ملڪن توڙي ترقي پذير ملڪن ۾ هن پيشي کي اڄ به اهميت واري نگاهه سان ڏٺو وڃي ٿو. ٻهراڙين ۾ جتي اسپتالن جون سهوليتون موجود ناهن، اُتي داين وسيلي ئي وير ٿين ٿا. دائپو قديم روايتن موجب ورثي طور منتقل ٿيندو رهيو آهي، جيڪڏهن ڪا سياڻي ۽ هوشيار دائي هوندي آهي ته اُها ضرور پنهنجي پيشي کي پنهنجي ڌيءَ ڏانهن منتقل ڪندي آهي، ائين ئي اهو رواج سالن کان هلندو پيو اچي.

اڄوڪي ترقيءَ واري دؤر ۾ روايتي داين کي مختلف ادارن ۽ غير سرڪاري تنظيمن طرفان ٽريننگ ڏيارڻ جا پروگرام پڻ ڪيا وڃن ٿا، جنهن سان پڻ هن پيشي ۽ شعبي کي هَٿي ملي ٿي. سرڪاري توڙي نجي اسپتالن سان گڏوگڏ لاڳاپيل بين ادارن ۾ پڻ سرڪاري ڊاڪٽر ۽ گائنوڪالاجسٽ سان گڏ مدد ۾ داين کي رکيو وڃي ٿو. جيڪي پنهنجي پيشي جي آڌار خدمتون سرانجام ڏين ٿيون.

آمريڪا، انگلنڊ، جاپان، نيڌرلينڊس ۽ چين جهڙن ترقي يافته ملڪن ۾ پڻ اڃا تائين دائپي جو پيشو جاري آهي.

دائپي جي موضوع تي هڪ جامع ڪتاب Short Practice of Midwifery for Nurses، ڊاڪٽر هينري جيليٽ لکيو هو. جنهن جو سنڌي ترجمو ڊاڪٽر علي احمد قاضيءَ ڪيو هو ۽ اهو ڪتاب 1940ع ۾ 'دائپو يا وير جي وات' نالي سان ڇپيو هو. هي ڪتاب اڄ به اهميت جو حامل آهي، منجهس مفيد معلومات، تصويرن ۽ نقشن سان ڀرپور آهي. ان کان سواءِ 1947ع ۾ ڊاڪٽر ڪشني آنند جو لکيل ڪتاب 'سهج وير' به ان حوالي سان مفيد ڪتابڙو آهي، جڏهن ته بعد ۾ ان موضوع تي ٻيا ڪتاب ۽ صحت ڪاتي پاران معلوماتي ڪتابڙا وغيره پڻ ڇپيل آهن.

1995ع ڌاري محترمه بينظير ڀٽو جي حڪومت ۾ صحت جي هڪ رٿا هيٺ هزارن جي تعداد ۾ ليڊي هيلٿ ورڪر مقرر ڪري، سندن تربيت ڪئي وئي، جيڪي پڻ عورتن ۽ ٻارن جي صحت بابت گهٽيءَ ۽ محلي جي سطح تي آگاهي ڏين ٿيون ۽ گهر گهر وڃي ٻار ۽ ماءُ جي صحت، سندن سار سنڀال ۽ دوائن جو خيال رکن ٿيون.



مختصر
دائپو يا وير جي وات

**دائپو يا وير جي وات** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ڊاڪٽر هينري جيليٽ جي انگريزي ڪتاب 'شارٽ پرئڪٽس آف مڊوائفري فار نرسز' جو سنڌي ترجمو آهي، جيڪو ڊاڪٽر علي احمد قاضيءَ 1940ع ۾ ترجمو ڪيو هو جنهن کي گورنمينٽ پرنٽنگ پريس ڪراچيءَ مان ڇاپيو ويو. انهيءَ عرصي ۾ هن ڪتاب جي ڇپائي ۽ تياريءَ جو معيار تعريف لائق آهي. هن

ڪتاب ۾ حمل دوران عورت جي صحت جي حوالي سان مفيد مضمون، حمل دوران خلل، پيچيدگين کان آگاهي، ويندي ٻار ڄمڻ بعد ان جي صحت ۽ سار سنڀال بابت معلومات ڏنل آهي. ڪتاب جي خاصيت اها به آهي ته سهڻي سنڌيءَ ۾ ترجمو ۽ ان ۾ ڏنل تصويرون، خاڪا ۽ نقشا به پڙهندڙ نرسن/داين لاءِ رهنما ثابت ٿيا آهن. هن ڪتاب ۾ 32 باب ۽ الف، ب، ج، د ۽ هه ضميما پڻ ڏنل آهن. آخر ۾ سنڌي انگريزي لغت به پيش ڪيل آهي ته جيئن پڙهندڙ ڪي جيڪڏهن ڪو سنڌي لفظ سمجهه ۾ نه اچي ته ان جو انگريزي لفظ به پڙهي، سمجهي سگهي.

550 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جو ديباچو ڊاڪٽر علي احمد قاضي خود لکيو آهي. هي ڪتاب ڪچي جلد سان ڊيمي سائز ۾ آهي، جنهن جي قيمت 10 روپيا لکيل آهي.

**دائرو**: 'دائرو' يا حلقو، سبق پڙهڻ وقت، شاگردن جي ويهڻ جي گولائين ترتيب واري حالتي کي چئبو آهي. اونهاري ۾ صبح جو سوير ۽ سياري ۾ ڪافي دير تائين مڪتبن ۾ پڙهائي ڪليل حالتي ۾ ٿيندي هئي، ان ڪري ان کي 'دائرو' سڏيو ويندو هو. اڳوڻي تعليمي نظام ۾ ڪتاب، مڪتب ۽ دائرا ٻارن کي ديني تعليم ڏيڻ جا مرڪز هوندا هئا. اڄ به پاڪستان جي ڪن اترين علائقن ۽ ننڍن ڳوٺن ۾ جتي درسگاهن جون عمارتون نه آهن، اتي دائري جي ترتيب سان ٻارن کي ويهاري تعليم ڏني وڃي ٿي. دائرو هڪ تاريخي ماڳ به هو، جتي جا رهندڙ ميران محمد جونپوريءَ جي تعليمات کان متاثر هئا ۽ ان کي پنهنجو پيشوا سمجهندا هئا. ڪلهوڙن جي تحريڪ مياتوال جي حوالي سان به ڪاڇي ۽ لاڙڪاڻي ۾ ڪي دائره آباد هئا.

**دائري واري درسگاهه**: ٻارهين صدي هجريءَ جي آخر ڌاري ڳوٺ صدر جهيجي (لڳ اُڏيري لال) ۾ قرآن شريف جي حفظ ۽ قرأت جي تعليم لاءِ هڪ مڪتب جو بنياد پيو، جيڪو پوءِ وڌي هڪ عاليشان درسگاهه بڻجي ويو، جنهن جي مشهور علمي حلقي/ دائري سببان هي ڳوٺ پوءِ 'دائرو شريف' سڏبو ويو. وڏا قابل قاري ۽ حافظ هن درسگاهه جا اوائلي اُستاد هئا. هنن عالمن جي علمي ڪارنامن جا تفصيل تاريخ ۾ محفوظ نه رهيا آهن، البت درسگاهه جي مسجد پرسان انهن حافظن جون قبرون موجود آهن، جيڪي غالباً هن درسگاهه جا اوائلي اُستاد هئا. اُن جي هڪ صُفي اندر وچئين دور (1255- 1108هه) جي 11 اُستادن جون مزارون آهن. ان اندر الهندي ڪان ايرندي ستن عالمن جي قبرن تي سندن نالا ۽ وفات جا سال ڪاشيءَ جي سرن تي لکيل آهن. انهن جا نالا: (1) عمده الحفاظ قاري القرآن فاضل حافظ ميان محمد دوس ٿيهو 'نوري'، (2) عمدة الحفاظ حافظ ابراهيم، (3) سيد ابوالمعالي، (4) سيد شاهه محمد 'صاحب دائره'، (5) سيد محمد معصوم 'صاحبِ دائره' (اصل نالو سيد مسعود)، (6) سيد يار محمد 'صاحب دائره' ۽ (7) سيد معصوم شاهه آهن. ان کان سواءِ ساڳئي صفي ۾ چار ٻيون مزارون آهن، پر انهن تي ڪتبا لکيل نه آهن.

هن درسگاهه جو بنياد غالباً محمد هاشم شاهه بن عيسيٰ شاهه ڪلان جي اولاد مان، سيد مسعود (ثاني) بن سيد محمد (ثاني) وڌو. ان جو بنياد ٻارهين صدي هجريءَ جي آخر ڌاري وڌو ويو.

هن درسگاهه جو بنياد، هڪ مڪتب يعني ابتدائي تعليمي اداري جي صورت ۾ پيو ۽ قرآن شريف جو درس، حفظ ۽ قرأت ان جي نصاب جا مرڪزي پهلو رهيا. ٻارهين صديءَ جي آخر تائين درسگاهه جي مرڪزي حيثيت 'مڪتب' واري رهي، پر انهن 100 سالن ۾ هن مڪتب، ابتدائي تعليم جي مٿي ڄاڻايل مکيه مقصدن کي اعليٰ معيار تي پهچايو. ان حد تائين جو روايت آهي ته حجاز ۽ عراق جي ڪن قارين پڻ تبرڪ طور هتان جي قاري حافظن کان اچي درس ورتو.

اٽڪل 100 سالن جي ڪامياب تعليمي ڪشالي کان پوءِ هن درسگاهه ۾ ثانوي ۽ اعليٰ تعليم جو دور شروع ٿيو. 'حلقي' يا 'دائري' جي نظام جو واسطو 'ثانوي ۽ اعليٰ تعليم' سان آهي ۽ سيد محمد مسعود عرف سيد محمد معصوم، پهريون عالم ۽ استاد هو، جنهن کي 'صاحب دائره' ('حلقي' يا 'دائري' جو سرواڻ) سڏيو ويو. هن 1182هه/ 1768ع ۾ وفات ڪئي.

هن درسگاهه ۾ ثانوي ۽ اعليٰ تعليم جي معيار کي به اوج تي پهچايو ويو. ان جي ثانوي درس جو حلقو يا 'دائرو' به ايترو ته مشهور ٿي ويو، جو عرف عام ۾ هيءَ درسگاهه 'دائري واري درسگاهه' ۽ هتي جا استاد 'دائري وارا اُستاد' سڏجڻ لڳا. سيد محمد مسعود عرف معصوم کان پوءِ سيد شاهه محمد (وفات 1204هه/1789ع)، سيد يار محمد (وفات 1220هه/ 1805ع) ۽ سيد علي محمد شاهه 'مصلح المفتاح' (دائري وارن جي سنڌي ڪتاب جو مصنف هن 'درسگاهه دائري' جا اُستاد رهيا.

جيتوڻيڪ 'درسگاهه دائره' جي تعليم ۽ تدريس جو سلسلو پنجاهه پنجونجاهه سال اڳ ختم ٿي چڪو آهي، مگر هن تاريخي درسگاهه جا آثار اڃا تائين سلامت آهن. اصل مڪتب جي شروعات غالباً مسجد ۾ ٿي، جنهن کي خدمت آهر وڌايو ويو، پر جڏهن هن درسگاهه ۾ ثانوي ۽ اعليٰ تعليم جو اضافو ڪيو ويو ته ٻاهران آيل شاگردن جي قيام لاءِ مسجد کان ٻاهر ڏکڻ طرف نئين حالتي ۾ عمارتن جو انتظام ڪيو ويو.

*(حوالو: 'مصلح المفتاح'، 'سيد دائري وارن جي سنڌي': تصنيف سيد حاجي علي محمد شاهه دائري وارو، مهاڳ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ)*

**دائم فقير**: دائم فقير، صوفي شاعر ٿي گذريو آهي. 'صوفي شاهه عنايت شهيد ۽ سندس سلسلي جا شاعر' ڪتاب ۾ ڊاڪٽر محمد علي مانجهي ڄاڻائي ٿو ته: 'صوفي شاهه عنايت جي سلسلي جي فقيرن مان دائم فقير سٺو شاعر ۽ صوفي هو. دائم فقير ڪافيءَ جي مشهور شاعر محمد فقير کٽياڻ جو ٻالڪو ۽ ان جي سنگ ۾ شامل فقيرن مان هو. هي ڪڏهن ڪڏهن محمد فقير سان گڏجي ڳائيندو به هو. ڪيس محمد فقير کٽياڻ جو تمام گهڻو ڪلام ياد هوندو هو.

پاڻ به چڱو شاعر هو. سندس ڪلام مان هڪ سرائيڪي بيت هيٺ ڏجي ٿو:

راز رندي وچ سمجهن سالڪ، بيرنگي دا بحر بياض،
عارف عشق دي بازي کيڏن، نينان وانگي ننگي ناز،
سورهيه ويکن سير صورت دا، پروڻ پل پل ڪر پرواز،
صوفي مظهر مام سجاتي، انحد والي الڪ آواز،
دائم دل وچ ديد اڙا ڪي، ثابت ڪيتا سر دا ساز.

**دائوءَ جا قبا** (ماڳ): هي هڪ قديم قبرستان آهي، جنهن ۾ چانڊين جا ڪيترا سردار دفن آهن. هيءُ قبرستان تعلقي ۽ ضلعي قمبر- شهدادڪوٽ ۾ غيبي ديري جي اوڀر اتر ڪنڊ تي ڳوٺ ماهوءَ وٽ آهي. هيءُ ماڳ 1614ع ڌاري جو، سمن جي دور جو چيو وڃي ٿو. هن ماڳ جو ذڪر خليفي عبدالحميد چانڊيي پنهنجي ڪتاب 'سنڌ جو اتر ڪاڇو عرف چانڊڪو ڪاڇو' ۾ ڪيو آهي، انهيءَ ڪتاب ۾ ڄاڻايل آهي ته: "ماهوءَ جي جنگ مرزا غازي بيگ جي چرچ تي 8 شعبان 1022هه/ 15 سيپٽمبر 1613ع تي ماهوءَ جي ميدان تي لڳي، جنهن جا اهم محرڪ حاجي ۽ حسڻ چانڊيو هئا. انهن ٻنهي پاڙن ۾ لڳل هيءَ جنگ نجي گهرو ويڙهه يا خانداني جنگ هئي، جنهن ۾ هڪٻئي جو قتلام ڪيو ويو. هن جنگ ۾ چانڊين جي هڪ ڏر جي سپهه سالار دائود خان چانڊيي سميت 1300 سپاهي مارجي ويا، جن جون قبرون هتي واقع آهن."



هن جنگ لاءِ ڪن محققن لکيو آهي ته اها 1611ع ڌاري لڳي هئي.

هن مقام ۾ دائود خان، سيوي خان، اعتبار خان، خان محمد خان، غازي خان، چاڪر خان، محمد خان، محمد باقر خان ۽ والي رکيي سميت ٻين چانڊين سردارن جا مقبرا واقع آهن، جيڪي مختلف وقتن کان وينڊي 1819ع تائين تعمير ٿيا. هيءُ هڪ وڏو تاريخي مقام آهي، جنهن جي ايراضي 200 ايڪڙن تي آهي ۽ ان کي دائود چانڊيي جي نسبت سان 'دائوجا قبا' سڏيو وڃي ٿو.

**دائود بلوچ**: ناليواري ڪهاڻيڪار، ناشر دائود بلوچ جو پورو نالو محمد دائود ولد شير محمد خان جمالي بلوچ هو. هن 1938ع ڌاري ڳوٺ پاهڙ خان جمالي تعلقي هالا، ضلعي مٽياريءَ ۾ جنم ورتو. محمد دائود بلوچ پنهنجي ڳوٺ جي اسڪول مان سنڌي فائنل پاس ڪرڻ بعد اديب عالم ۽ اديب فاضل جا امتحان ۽ بي. اي ڪيائين. پيشي جي لحاظ کان استاد هو. نوڪريءَ دوران پ. ٽ. الف ۾ سرگرم رهيو. رٽائر ٿيڻ بعد آل سنڌ پرائمري



ٽيچرس ايسوسيئيشن جو تاحيات مرڪزي صدر رهيو. ون يونٽ دوران سنڌي ٻوليءَ کي قومي ٻوليءَ جو درجو ڏيارڻ لاءِ سنڌي ادبي سنگت پاران هلايل تحريڪ ۾ سرگرم رهيو. محمد دائود بلوچ 1954ع ڌاري لکڻ شروع ڪيو. سندس پهرين ڪهاڻي 'سنڌ خاطر' هئي. سندس ڪتابن ۾: 'منهنجا پاڳ، هن جا پاڳ' (ڪهاڻيون)، 'اڪڙيون مون اڃاريون' (ڪهاڻيون)، 'انصاف ڪٿي آهي' (ڪهاڻيون)، ۽ ٻه ترجمو ڪيل ڪتاب 'ڏهين جو نوٽ' ۽ 'وفادار دوست' ۽ ٽي مرتب ڪيل ڪتاب 'ڪهاڻي' 1980ع، 'ڪهاڻي نمبر' 1982ع ۽ 'چار ڪهاڻيڪار چار نقاد' وغيره شامل آهن. مختلف سنڌي اخبارن ۽ رسالن ۾ سندس مضمون ڇپبا رهيا آهن. سندس لکڻين جا مکيه موضوع طبقاتي جدوجهد، سنڌيت ۽ پيڙيل طبقن جي حمايت رهيا آهن.

محمد دائود بلوچ 1979ع ۾ 'منصور' نالي سان هڪ اشاعتي ادارو قائم ڪيو، جنهن طرفان ڪيترا ڪتاب ڇپيا ويا آهن. هن روسي سفارتخاني طرفان منعقد ڪرايل 'طلوع ادبي انعامي چٽا ڀيٽيءَ' ۾ لينن تي مضمون لکي ٽيون نمبر انعام حاصل ڪيو. سندس هڪ ڪهاڻي ايشيائي اديبن جي حوالي سان 'ڏاند' عنوان سان انگلنڊ ۾ شايع ٿي. ان ڪانسواءِ سندس لکڻيون سنڌ توڙي هند جي ڪيترن رسالن ۾ ڇپجنديون رهيون. محمد دائود بلوچ 14 آڪٽوبر 1996ع تي وفات ڪئي.

**دائود بن نصر**: دائود بن نصر عربن جو هڪ امير هو، جنهن سنڌ تي حملي ۾ حصو ورتو هو. 'فتحنامہ عرف چچ نامہ' ۾ علي ڪوفي ڄاڻائي ٿو ته، جڏهن محمد بن قاسم ملتان تي قبضي ڪرڻ جو ارادو ڪيو، تڏهن ساڻس ڪيترا سپهه سالار گڏ هئا، جن ۾ هڪ امير دائود بن نصر بن وليد بن عماني به هو. هنن ملتان تي قبضي ڪرڻ ڪانپوءِ اتان جي بت خانن کي پنهنجي قبضي ۾ ڪيو ۽ اتان مال غنيمت حاصل ڪيو. ان ۾ جملي تيرهن هزار ٻه سؤ مڻ سون ۽ ڪيترائي هيرا جواهر شامل هئا، جيڪي داؤد بن نصر، محمد بن قاسم آڏو پيش ڪيا، محمد بن قاسم ضرورت آهر مال پاڻ وٽ رکي، باقي سڄو مال غنيمت خليفي وليد بن عبدالملڪ بن مروان کي موڪلي ڏنو. محمد بن قاسم پيش قدميءَ جو خيال ڪري، ملتان دائود بن نصر جي حوالي ڪيو ۽ کيس ملتان جو حاڪم مقرر ڪيو. دائود بن نصر ملتان جو حاڪم ٿيندي ئي اتي مسجدون تعمير ڪرايون.

**دائود بن يزيد**: خليفي هارون عباسيءَ، 184هه/ 800ع ۾ دائود بن يزيد کي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو. جنهن پنهنجي ڀاءُ مغيره کي نائب بنائي مڪي مان سنڌ ڏانهن موڪليو. اڃا هو رستي ۾ ئي هو ته کيس نزارين جي بغاوت جي خبر پئي، پر حڪومت وٽ انهن نزارين کي ختم ڪرڻ جيتري طاقت نه هئي. نزارين پاڻ ۾ فيصلو ڪيو ته سڄيءَ سنڌ کي ٽن حصن ۾ ورهائجي. هڪڙو حصو قريشين کي ڏنو وڃي: ٻئي حصي ۾ قيس وارا رهن، ٽئين حصي ۾ ربيع وارا رهن ۽ چوٿين حصي ۾ نزاري رهن. باقي يمانين کي لوڏي ڪڍجي. نزارين منصوره جا در بند ڪري ڇڏيا ۽ مغيره کي شهر ۾ اچڻ نه ڏنو نتيجي طور نوبت جنگ تائين وڃي پهتي. نزاري مضبوط هئا، ان ڪري يمانين کي مغيره سميت شڪست ڏنائون. مغيره ٻني شهر ۾ وڃي رهيو دائود ڀاءُ جي شڪست جو ٻڌي، وڏي لشڪر سان سنڌ تي ڪاهي آيو. واٽ تي کيس جيڪي به نزاري نظر آيا، تن کي شڪست ڏنائين ۽ منصوره وٽ اچي پهتو.

ويهن ڏينهن جي جنگ کانپوءِ نزارين شهر جا دروازا کوليا. دائود سيني کي سخت سزائون ڏنيون، جن جن شهرن ۾ سندن محلا هئا، سي ساڙائي ڇڏيائين. گهڻي خونريزيءَ کانپوءِ منصوره تي قبضو جمائي ورتائين. دائود شهر جي هر هڪ حصي مان نزارين کي لوڏي ڪڍيو ۽ حڪومت کي بيهر مضبوط ڪيو. ڊاڪٽر ممتاز حسين پٺاڻ پنهنجي ڪتاب 'سنڌ عرب دؤر' ۾ لکي ٿو ته، دائود، هارون عباسيءَ جي دؤر جو آخري گورنر هو جيئن ته پاڻ يمن جو هو، ان ڪري هن معزين قبيلي جي عربن کي تڪليف ڏيڻ شروع ڪئي، جنهنڪري سنڌ ۾ ڪيترن هنڌن تي فساد ٿيا. معزين قبيلن گڏجي سنڌ جي عرب تختگاهه منصوره تي حملو ڪيو پر دائود ڏاهپ کان ڪم وٺي، سنڌي جت قبيلن کي پنهنجي طرف ڪيو جن خونريز جنگ کانپوءِ معزين کي شڪست ڏئي ڀڄائي ڪڍيو.

هي واقعو سنڌ جي تاريخ ۾ وڏي اهميت رکي ٿو، ڇاڪاڻ ته هن جنگ ۾ نزاري (حجازي يا مغيري) عربن جي طاقت کي وڏو ڌڪ لڳو، ليڪن ٿوري وقت ۾ اهي بيهر طاقت حاصل ڪري ويا. دائود بن يزيد سنڌ ۾ جنهن عرب قبيلي کي گهڻو تنگ ڪيو، ان کي ڪتاب 'جنت السنڌ' ۾ مولائي شيدائي 'بنو نزار' قبيلو ڄاڻايو آهي ۽ 'سنڌ- عرب دؤر' ڪتاب ۾ ممتاز پٺاڻ ان قبيلي کي 'بنو معز' قبيلو لکيو آهي.

**دائودپوٽا** (ذات): دائودپوٽن بابت ايس. ايم. چنا پنهنجي ڪتاب Encyclopedia of Indian Tribes and Castes ۾ لکيو آهي ته، دائودپوٽا، بهاولپور جا حڪمران رهيا آهن. پاڻ کي عباسي سڏائين ٿا ۽ سنڌ کان سواءِ ملتان ۽ ان جي آس پاس رهن ٿا، جو ته ڪنهن وقت ملتان سنڌ جو حصو هو. دائودپوٽا پاڻ کي محمد خان ٻئي جو اولاد سڏائين ٿا ۽ ڏهين پيڙهيءَ ۾ سندن شجرو دائود خان اول سان ملي ٿو. محمد خان ٻئي کي ٽي پٽ هئا: (1) فيروز خان، (2) عارب خان، جنهن مان عارباڻي ٿيا ۽ (3) ايسب خان، جنهن جا پونير ايسباڻي يا هيسباڻي سڏجن ٿا. فيروزاڻي پاڙو بهاولپور جي حڪمرانن جو پاڙو آهي. هنن جا پونير شمساڻي سڏجن ٿا، جي شاهه محمد خان جو اولاد آهن. عارباڻين جا وري پنج پاڙا آهن: (1) موسائي، (2)رڪڻاڻي/ رڪراڻي، (3) رحماني، (4) جمبراڻي ۽ (5) پمبراڻي. موساڻين مان وري ڪنداڻي ٿيا، پر هيسباڻين جو ٻيو ڪو به پاڙو نه آهي. ٻيا به ڪيترا پاڙا پاڻ کي دائودپوٽا سڏائين ٿا، پر اهي محمد خان- II جو اولاد نه آهن.

دائودپوٽن جو بهاولپور ۾ گهڻو اثر آهي، جيڪي پاڻ کي عباسي سڏائين ٿا. ڪي دائودپوٽا پاڻ کي سنڌي نسل تسليم ڪندي راجپوت به سمجهن ٿا. دائودپوٽن ۽ ڪلهوڙن جو ڏاڏو هڪ ئي آهي. امير چني کي ٻه پٽ محمد دائود اول ۽ محمد مهدي ٿيا. دائود جو اولاد دائودپوٽا سڏيا ويا، جن ڪجهه وقت شڪارپور تي به حڪومت ڪئي. محمد مهديءَ کي ابراهيم يا ڪلهوڙو خان سڏجي ٿو هن جو اولاد ڪلهوڙو/ ڪلهوڙا اڳتي هلي سنڌ جا حڪمران ٿيا.

ان لحاظ کان ڪلهوڙا ۽ دائودپوٽا پاڻ ۾ سؤٽ ٿين. ڪننگهام لکي ٿو ته نادر شاهه جڏهن شڪارپور تي قبضو ڪري، ان کي پنهنجي راج شاهيءَ ۾ شامل ڪري ڇڏيو ته هن دائود پوٽن کي اڳتي آندو. 'سکن جي تاريخ' ۾ دائود پوٽن کي لنگها ۽ جويا به سڏيو ويو آهي. 'ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا' ۾ لکيل آهي ته سنڌ جا ڪلهوڙا (عباسي) ٻن خاندانن ۾ ورهائجي ويا، جيڪي سنڌ جا حڪمران ٿيا. انهن پاڻ کي ڪلهوڙا چورايو ۽ دائود خان جي اولاد بهاولپور جي حڪومت جو بنياد وجهي، پاڻ کي پنهنجي ڏاڏي دائود خان جي نسبت سان 'دائودپوٽا' سڏايو.

ڪتاب 'قديم سنڌ، ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو' ۾ مرزا قليچ بيگ (ص: 308 ۽ 309 تي) لکيو آهي ته "دائود پوٽا عباسي ڪلهوڙن جي جام چيني جي پوٽي 'دائود' جو اولاد آهن. اهي پاڻ کي اصل عباسي خليفن جي اولاد 'امير احمد' جي نسل مان ڄاڻائين ٿا. اهو مڪران مان سنڌ ۾ آيو جتي هن ۽ سندس پٽ هندن مان شاديون ڪيون ۽ هندو راجائن جي مدد سان هي حاڪم ٿي ويٺا. برهمڻ هندو راجائن، هنن سان وڙهي ڪين درياهه ٽپائي ڇڏيو. پوءِ هي سيوهڻ جي پرسان تلٽيءَ جي ڳوٺ ۾ ويٺا. جام چيني پنهنجي پاڻٽي ڪلهوڙي سان جنگ ڪئي ۽ تنگ ٿي سنڌ جي اتر طرف هليو ويو جتي سندس خاندان تلٽي شهر ۾ رهيو. انهن مان ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو اعليٰ رتبي وارو ٿي گذريو آهي. سنڌ جو اڳوڻو گورنر ۽ رٽائرڊ ايئرمارشل محمد عظيم دائود پوٽو سندس فرزند آهي.

هڪ ٻيو ليکڪ لکي ٿو ته محمد بن چينو ستن هندو راڻن جي مدد سان سردار ٿيو. انهن ستن راڻن جي ڌيئرن سان شادي ڪري 'جام' جو لقب حاصل ڪيائين. ڪيس ٻارهن زالن مان ارڙهن پٽ ٿيا، جن کي وري ڪيترو اولاد پيدا ٿيو. انهن مان 'دائود' نالي هڪڙو پٽ راڻي چيني ولد ڏيٽي جي ڌهٽي مائي چوليا مان پيدا ٿيو. دائودپوٽا ان دائود جو اولاد آهن."

ذاتين جي ابياس مان خبر پوي ٿي ته: 'دائود' اصل ۾ 'ڪوري' هو. ان جي اولاد پاڻ کي 'ڪوري' ۽ 'دائود پوٽا' سڏايو. مغل بادشاهن اڪبر ۽ اورنگزيب هنن کي لکيءَ ۽ خانپور جون جاگيرون عطا ڪيون. 1026هه/ 1667ع ڌاري شير خان مهر کان بهادر خان دائودپوٽي (ڪوري) وڙهي سندس شڪارگاهه ڦري ڦهائي ورتو ۽ پوءِ ان شڪارگاهه تي شهر اڏائي 'شڪارپور' جو نالو ڏنائين. تماهي مهراڻ نمبر 4، سال 1989ع ۾ نصرپور جي احوال ۾ لکيل آهي ته دائود پوٽا ڪورڪو ڌنڌو ڪندا هئا. دونگهه، سڪيائي، ليکي، درس ۽ خليفا هنن جا پاڙا آهن. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪتاب 'ٻيلاين جا ٻول' (ص: 2) ۾ 'شاهوڪ' سماٽ ذات جا جيڪي پاڙا لکيا آهن، تن مان هڪ پاڙي جو نالو 'دائودپوٽا' آهي. هي دائودپوٽا، لسٻيلي کان نقل مڪاني ڪري سڄيءَ سنڌ ۾ پکڙجي ويا آهن.

هن ذات بابت مرزا قليچ بيگ ڪتاب 'قديم سنڌ: ان جا شهر ۽ ماڻهو' ۾ اهو به لکيو آهي ته هي پاڻ کي اصل عباسي خليفن مان ڪوٺائيندا آهن ۽ سنڌ ۾ آيا ته ٻني ٻاري ۽ ڪپڙن اڻڻ جو ڪم ڪري پيٽ قوت ڪندا هئا. سندس ڏاڏو ٻه سو سالن جو هو ۽ ان جي نالي پٺيان پاڻ کي دائودپوٽا چوائڻ لڳا.

**دائودپوٽن جي جنگ** (ديري غازي خان جي دائودپوٽن جي جنگ): 'تاريخ ڪلهوڙا' ۾ غلام رسول مهر ڄاڻائي ٿو ته: "ڏهرن کان جنگ کٽڻ کان پوءِ دائودپوٽن ملتان ۾ شهزادي معزالدين ڏانهن وڃڻ جي تياري ڪئي، پر دائودپوٽن کان پهرين بختيار خان شهزادي معزالدين کي پنهنجو ڪري ڇڏيو. دائودپوٽا ملتان پهچي مايوس ٿي ويا. دائودپوٽا اڃا اتي ئي هئا ته

ديري غازي خان جي والي پنهنجن صلاحڪارن قطب خان ۽ عثمان خان جي چرچ تي بغاوت جو عَلم کڙو ڪيو. ديري غازي خان جي واليءَ ڪي سيڪت ڏيڻ لاءِ شهزادي مٿس حملو ڪيو. جنگ ۾ شاهي لشڪر ڪمزور ٿي پيو. جنهن ڪان پوءِ داؤدپوٽا پنهنجي لشڪر سميت شاهي لشڪر ۾ شامل ٿي وڙهڻ لڳا. جنهن ڪانپوءِ ديري غازي خان جي واليءَ ڪي شڪست آئي ۽ داؤدپوٽن قطب خان ۽ عثمان خان ڪي گرفتار ڪري شهزادي آڏو پيش ڪيو. ان تي شهزادي جي نظر ۾ داؤد پوٽن لاءِ عزت پيدا ٿي. هن ئي موقعي تي سيتپور ۽ جلالپور جا سادات اٺ هزار لشڪر وٺي، ديري غازي خان جي واليءَ جي حمايت ۾ حملو ڪري آيا ۽ جنهن هاٿيءَ تي شهزادي جا حرم سوار هئا، سي خطري ۾ پئجي ويا. هتي بہ ٻين داؤدپوٽن مان سنجر خان داؤدپوٽي وڏي دليريءَ جو مظاهرو ڪيو ۽ حملي آورن ڪي هار ٿي. شهزادو معزالدين داؤد پوٽن تي ويتر مهربان ٿيو. ان ڪري انهن مان هر هڪ ڪي مالا مال ڪيائين. هن سنجر خان ڪي پنهنجو خاص خنجر عطا ڪيو ۽ امير محمد مبارڪ ڪي شاهي منصبدار بنايو. ان ڪانپوءِ معزالدين داؤد پوٽن سان گڏ بختيار خان تي حملو ڪيو. جنگ ۾ بختيار خان مارجي ويو.

**داؤدپوٽن ۽ ڏهرن جي جنگ**: ڪتاب 'تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور' ۾ غلام رسول مهر ڄاڻائي ٿو تہ: "بختيار خان جڏهن شڪارپور ۾ داؤد پوٽن ڪي گهٽو تنگ ڪيو، تڏهن داؤدپوٽا فساد ڪان بچڻ خاطر شڪارپور ڪي ڇڏي وڃي 'ٺٽي ميران شاهہ' ۾ آباد ٿيا. اتي بختيار خان جو پٽ جهان خان زميندار هو. جهان خان پيءُ جي روش جي بلڪل ابتڙ، هنن سان انتهائي عزت سان پيش آيو ۽ زمين جو هڪ ٽڪرو محمد پني خان جي حوالي ڪيائين. محمد پني خان اتي هڪ قلعو تعمير ڪرايو. جهان خان، داؤد پوٽن جي صرف پنهنجن مفادن خاطر عزت ڪئي، ڇو جو جهان خان جي پاڙي ۾ ڏهر ذات وارا رهندا هئا، جيڪي سندس جاني دشمن هئا. جڏهن داؤدپوٽن جا سردار ۽ لشڪر قلعي ۾ اچي آباد ٿيا، تڏهن جهان خان، امير محمد مبارڪ ڪي عرض ڪيو تہ اوهين منهنجي مدد ڪريو. ڏهرن مون ڪي ڏاڍو تنگ ڪيو آهي. امير محمد مبارڪ هن جي درخواست قبول ڪئي ۽ ڏهرن خلاف خونريز لڙائيءَ جي تياري ٿي. ڏهر ذات وارن ڪي جڏهن ان ڳالهہ جي خبر پئي تڏهن سندن ٻچو ٻچو مقابلي لاءِ تيار ٿيو. آخرڪار ٻنهي ڌرين ۾ گهمسان جي جنگ لڳي. آخر امير محمد مبارڪ خان جي پهلوانن خاص ڪري محمد پني خان همت ڪري ڏهرن جي ڪيترن پهلوانن ڪي قتل ڪري ڇڏيو. جنگ ۾ داؤدپوٽن ۽ جهان خان ڪي فتح حاصل ٿي ۽ بچيل ڏهرن پناهہ ۽ امان جي گذارش ڪئي. اهڙيءَ طرح جهان خان جو پنهنجو مطلب ۽ مقصد بہ پورو ٿيو تہ داؤدپوٽن ڪي بہ زمين ملي وئي.

**داؤدپوٽو، ڊاڪٽر عمر بن محمد**: سنڌ جي عظيم تعليمدان ۽ اسڪالر، ڊاڪٽر عمر بن محمد داؤدپوٽي، 25 مارچ 1896ع تي محمد خان داؤدپوٽي جي گهر ٽلٽي، تعلقي سيوهڻ ۾ جنم ورتو سندس والد هڪ غريب ۽ مسڪين انسان هو. عمر بن محمد داؤدپوٽو ننڍپڻ ڪان ئي نهايت سلجهيل ۽ سياڻو هو. ڇهن سالن جي عمر ۾ کيس ڳوٺ جي پرائمري اسڪول ۾ داخل ڪيو ويو. هڪ ڀيري جڏهن اسڪول ۾ قاضي عبدالوهاب بوبڪائي شاگردن جو امتحان وٺڻ آيو تہ داؤدپوٽي جا اکر ڏسي چيائين تہ "اکر لکيا اٿئي يا ماڪوڙي جون ٽنگون" ان طعني مٿس ايترو تہ اثر ڪيو،



جو مشق پچائي اکر موتين جهڙا ڪري ورتائين. ستت ئي پنهنجو ڳوٺ ڇڏي ڪرمپور جي اسڪول ۾ داخل ٿيو. محمد ابراهيم سومرو انسپيڪٽر اسڪولس جڏهن امتحان وٺڻ آيو تہ داؤدپوٽي جي هوشياريءَ ۽ ذهانت ڏسي اچرج ۾ اچي ويو ۽ هيڊماستر ڪي حڪم ڪيائين تہ "ههڙو املهہ ماڻڪ هتي پيو آهي، هن ڪي هڪدم انگريزي اسڪول موڪليو وڃي."

داؤدپوٽو صاحب 1914ع ۾ لاڙڪاڻي مدرسي اسڪول ۾ پڙهڻ ويو. جتان ٻئي سال نوشهري فيروز مدرسي ۾ پڙهڻ ويو. هو غريب والدين جو ٻار هئڻ ڪري اسڪولي تعليم دوران ڪتون واٽي پڙهائيءَ جو خرچ بہ ڪيندو هو ۽ ڪجهہ رقم گهر بہ ڏيندو هو. داؤدپوٽي، مئٽرڪ سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ مان شاندار اعزاز سان پاس ڪيو ۽ سڄيءَ سنڌ ۾ پهريون نمبر کڻي 'سنڌي ايگريشن' انعام کٽيائين. 20 جون 1917ع تي ڊي. جي ڪاليج ڪراچيءَ ۾ داخلا ورتائين، جتان 1921ع ۾ بي. اي (فارسي) فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪيائين. جنهنڪري کيس 'ڊڪشا فيلوشپ' (ماهوار 60 روپيا) ملي. 1923ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ مان ايم. اي فارسي ۽ عربيءَ ۾ فرسٽ ڊويزن ۾ پاس ڪري پهريون نمبر حاصل ڪيائين. جنهن تي کيس چانسلر ميڊل حاصل ٿيو. 1924ع ۾ کيس گورنمينٽ اسڪالرشپ ملي ۽ ڪئمبرج يونيورسٽي لنڊن جي ايمبونيل ڪاليج ۾ داخلا وٺي، اعلي تعليم حاصل ڪيائين ۽ 1927ع ۾ 'عربي شاعريءَ جو فارسي شاعريءَ تي اثر' جي عنوان هيٺ انگريزيءَ ۾ مقالو لکي پي. ايڇ. ڊي جي ڊگري حاصل ڪيائين. اتي کيس ڊاڪٽر آر. اي. نڪلسن ۽ ڊاڪٽر اي. بي. براؤن جهڙن مشرقي علمن جي ماهر استادن جي شاگرديءَ جو شرف حاصل ٿيو. ان ڪان پوءِ 17 سيپٽمبر 1927ع تي وطن واپس آيو ۽ 21 سيپٽمبر 1927ع تي سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ ۾ پرنسپال جي چارج ورتائين، جتي 1927ع ڪان 1930ع تائين خدمتون سرانجام ڏنائين. 1928ع ۾ ڊاڪٽر داؤدپوٽو بمبئي يونيورسٽيءَ طرفان فيلوشپ لاءِ نامزد ٿيو. 1930ع ڪان 10 مارچ 1939ع تائين ڊاڪٽر صاحب اسماعيل ڪاليج انڌيري، بمبئيءَ ۾ عربيءَ جو پروفيسر رهيو. ان دوران بمبئي يونيورسٽي سينيٽ جو ميمبر بہ رهيو. ان عرصي ۾ ڊاڪٽر صاحب 'تاريخ معصومي'، 'چچ نامي'، 'بيان العارفين' جي ترجمن ۽ 'ابيات سنڌي' جي شرح تي مشتمل ڪتاب لکيا. 1939ع ۾ سرڪار کيس ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن سنڌ مقرر ڪيو. جنهن عهدي تي 1950ع تائين فائز رهيو. ان عرصي ۾ سندن ڪيترا ڪارناما مشهور آهن. جهڙوڪ: (1) زوري تعليم جاري ڪرڻ، (2) بالغن جي تعليم جو انتظام ڪرڻ، (3) پرائمري تعليم لوڪلبورڊ ۽ ميونسپالٽين ڪان ڪسي سرڪار جي حوالي ڪرڻ، (4) حيدرآباد ۾ عربي اسڪول کولڻ وغيره.

1940ع ۾ ڊاڪٽر صاحب اعليٰ علمي ۽ ادبي خدمتن جي مڃتا طور شمس العلماءُ (عالمن جو سج) جو خطاب ڏنو ويو.

ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽو 1950ع کان 1955ع تائين سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو ميمبر رهيو. ڊاڪٽر صاحب 1956ع ۾ رٽائرمينٽ وٺي ڪراچيءَ ۾ رهائش اختيار ڪئي. 1957ع ۾ ڊاڪٽر دائودپوٽي کي سنڌي ادبي بورڊ جي رسالي ’مهراڻ‘ جو ايڊيٽر مقرر ڪيو ويو. ڊاڪٽر دائودپوٽو فواد يونيورسٽيءَ جو مراسل، پاڪستان ايران ثقافتي انجمن جو ميمبر ۽ سنڌي ادبي سوسائٽي ڪراچيءَ جو باني ميمبر به رهيو. ونيونٽ واري دؤر ۾ هڪ سال لاءِ مغربي پاڪستان پبلڪ سروس ڪميشن جو ميمبر به رهيو.

ڊاڪٽر دائودپوٽو اعليٰ پايي جو اديب، محقق، عالم ۽ تعليمدان هو.

ڊاڪٽر دائودپوٽي ’شاهه جي رسالي‘ تيار ڪرڻ ۾ ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻيءَ جي، خاص ڪري شاهه جي رسالي ۾ موجود عربي لفظن، اصطلاحن، قرآن پاڪ جي آيتن ۽ حديثن جي معنيٰ جي سلسلي ۾ مدد ڪئي هئي. ڊاڪٽر گربخشاڻي، دائودپوٽي صاحب جو استاد هو ۽ هن شاهه جي رسالي ۾ مدد ڪرڻ تي سندس شڪر گذاري به ڪئي آهي. ڊاڪٽر صاحب، مخدوم عبدالرحيم گرهوڙيءَ جي ڪلام، شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جي ڪلام ۽ ملفوظات ’بيان العارفين‘ تي جديد قسم جي تحقيق ڪئي. ’ابيات سنڌي‘ (ڪلام مخدوم محمد زمان لنواري) جي عربيءَ ۾ شرح لکي. ان کان سواءِ شاهه جو رسالو به ترتيب ڏنو، جنهن جي 13 سرن تائين ڪم ڪري سگهيو. جنهن کي اڳتي هلي علامه غلام مصطفيٰ قاسميءَ مڪمل ڪيو. ڊاڪٽر دائودپوٽي ’منهنجي مختصر آتم ڪهاڻي‘ به لکي، جنهن کي سندس وفات کان پوءِ سندس بيگم خديجه خانم دائودپوٽي ڇپائي پڌرو ڪيو. ان کان سواءِ ڊاڪٽر صاحب جي ڪتابن ۾: ’سرها گل‘ (1933ع)، ’انتخاب نثر و نظم‘ (فارسي: 1931ع)، ابيات سعدي (انگريزي: 1923ع)، مجموعه نظم نظم (عربي: 1936ع)، سنڌي نثر ۽ نظم جو انتخاب (1940ع)، چونڊ سنڌي نثري نظم (تي ڀاڱا: 1948ع)، تاريخ معصومي (فارسي: ترتيب)، ’مضمون ۽ مقالا‘ ۽ ’سون برابر سگڙا‘ شامل آهن. ڊاڪٽر صاحب جا پنهنجي وقت جي درسي ڪتابن ۾ ڪيترا سبق شامل رهيا آهن.

ڊاڪٽر دائودپوٽي جو سنڌي ادبي بورڊ جي 1951ع ۾ نئين سر تشڪيل ۽ ترقيءَ ۾ به اهم ڪردار رهيو آهي. ڪجهه وقت بورڊ جي رسالي ’مهراڻ‘ جو ايڊيٽر به رهيو جنهن بعد اهي ذميواريون محمد ابراهيم جويي سنڀاليون.

ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽي، 22 نومبر 1958ع تي دل جي دوري سبب وفات ڪئي. ثقافت کاتي، حڪومت سنڌ پاران حيدرآباد ۾ سندس نالي تي ’شمس العلماءُ دائودپوٽا لائبريري‘ قائم ڪئي وئي آهي، جيڪا حيدرآباد جي سڀ کان وڏي پبلڪ لائبريري آهي.

**دائودپوٽو، صادق محمد عباسي (اول):** نواب صادق محمد خان (اول) دائودپوٽو، امير محمد مبارڪ خان دائودپوٽي جو پٽ هو. دائودپوٽا ۽ ڪلهوڙا حڪمران پاڻ کي عباسي سڏائيندا هئا، جيڪي هڪ ئي خاندان ۽ ڏاڏي مان هئا. محمد چيني خان کي به پٽ ٿيا. هڪ محمد مهديءَ ۽ ٻيو دائود خان. محمد مهدي جو اولاد ڪلهوڙا ۽ دائود خان جو اولاد دائود پوٽا سڏيا ويا. هنن ٻنهي ۾ اختلاف هئا ۽ خاص ڪري ميان يار محمد خان جي دؤر ۾ ٻنهي جي وچ ۾ سخت خونريز ڇڪتاڻ پيدا ٿي وئي هئي.



ميان يار محمد ڪانپوءِ ميان نور محمد خان ڪلهوڙو تخت نشين ٿيو ته هنن ٻنهي شاخن ۾ ڀيهر لڙائيون شروع ٿيون. لڙائين جي ڪري دائودپوٽن پاڻ کي شڪارپور تائين محدود ڪري ڇڏيو پر اختلاف وڌندا ويا. جڏهن نوبت جنگ تي وڃي پهتي ته دائودپوٽن جي رئيس امير محمد مبارڪ خان عباسيءَ 1136هه/ 1723ع ۾ پنهنجي پٽ نواب صادق محمد خان اول عباسيءَ کي پنهنجو جانشين ۽ سردار مقرر ڪري ڇڏيو. دائودپوٽا نئين سردار جي خوشيءَ سبب جشن ۾ مصروف هئا ته ميان نور محمد ڪلهوڙي، مير شهداد خان ٽالپر جي اڳواڻيءَ ۾ هڪ لشڪر موڪلي شڪارپور تي حملو ڪرايو. پر دائود پوٽن ترت تيار ٿي جوابي ڪارروائي ڪئي، جنهن سبب ڪلهوڙن جو لشڪر پٺي ويو. ڪن روايتن مطابق اها جنگ پندرهن ڏينهن تائين جاري رهي، پر فيصلو نه ٿيو ۽ ٻنهي ڌرين جو ڪافي نقصان ٿيو. جنهن بعد ٻنهي ڌرين ۾ صلح ٿيو.

انهيءَ عرصي دوران امير محمد مبارڪ خان وفات ڪئي، جنهن ڪانپوءِ ميان نور محمد خان ڪلهوڙي دائودپوٽن کي تڪليفون ڏيڻ شروع ڪيون. آخرڪار صفرالمظفر 1138هه/ آڪٽوبر 1725ع ۾ مير شهداد خان ٽالپر، پليو خان ڪلهوڙو، قبول خان چانڊيو، ملان جنيد، شاهه بهارو ۽ ميان تاجو ليکي شڪارپور فتح ڪرڻ لاءِ مقرر ٿيا. ڪلهوڙن جيئن ئي شڪارپور تي حملو ڪيو، دائودپوٽن جي فوج جوابي ڪارروائي ڪئي. پر جنگ ۾ ڪلهوڙن کي فتح حاصل ٿي. نواب صادق محمد خان عباسي پنهنجن مٽن مائٽن ۽ لشڪر سميت شڪارپور مان نڪري ’دهلي هيٽ‘ ۾ وڃي رهيو. نواب صادق محمد خان عباسي دهلي هيٽ ۾ خوشيءَ سان آباد ٿيو. دهلي هيٽ سرسبز هجڻ ڪري دائودپوٽا تمام گهڻا خوشحال ٿيا. اهو ڏسي ميان نور محمد ڪلهوڙي هڪدم مير شهداد خان ٽالپر کي لشڪر ڏئي دهلي هيٽ فتح ڪرڻ لاءِ حڪم ڏنو مير شهداد خان ٽالپر 1139هه/1726ع ۾ لشڪر پاڻ سان گڏ ڪري، دهلي هيٽ تي حملو ڪيو. ان جنگ ۾ ڪلهوڙن جو گهڻو نقصان ٿيو پر مير شهداد خان ويڙهه ڪندو رهيو. جنگ دوران جڏهن ٻنهي ڌرين جو گهڻو رت وهيو، تڏهن اُچ جي ٽن سيدن وچ ۾ پئي جنگ بند ڪرائي. ان ڪانپوءِ جلد 1140هه/1728ع ۾ دائودپوٽا اُچ جي سيدن جي سڏ تي دهلي هيٽ مان نڪري وڃي ملتان جي علائقي پهتا. سنڌ تي جڏهن ’نادر شاهه افشار‘ حملو ڪيو تڏهن نادر شاهه شڪارپور جو علائقو وري نواب صادق خان عباسيءَ جي حوالي ڪيو.

نواب صادق محمد خان عباسي اول کي جڏهن نادر شاهه افشار

شڪارپور حوالي ڪيو ته هو ستن ڏينهن اندر اهل و عيال ۽ لشڪر سميت شڪارپور پهتو. پر ڪلهوڙن وڏي چالبازيءَ سان مرزا عسڪر علي کي نواب صادق کان ڦيري ڇڏيو ۽ مرزا عسڪر جي اچڻ سان شڪارپور ۾ خانه جنگي شروع ٿي وئي. انهيءَ دوران باغين قلعي ۾ گهڙي نواب صادق عباسيءَ کي گولي هڻي شهيد ڪري ڇڏيو ۽ شڪارپور ٻيهر ڪلهوڙن جي قبضي هيٺ اچي ويو. هي واقعو 1160ھ/1747ع ۾ ٿيو.

**ڏائودپوٽو، صادق محمد عباسي** (ثاني): نواب صادق محمد خان عباسي ثاني، پهرين رجب المرجب 1224ھ/12 آگسٽ 1809ع تي محمد بهاول خان ثانيءَ جي وفات کانپوءِ تخت نشين ٿيو. هن جي دور کان پهرين ٽالپر حاڪمن ۽ بهاولپور جي حاڪمن جا تعلقات مستحڪم هئا ۽ هڪٻئي جي ڏک سک ۾ شامل ٿيندا هئا. پر نواب صادق محمد عباسي ثانيءَ جي تخت نشين ٿيڻ بعد ٽالپرن ۽ بهاولپور جي عباسي حاڪمن جي وچ ۾ اختلاف شروع ٿيا. نتيجي ۾ ٽالپرن ۽ دائودپوٽن جي وچ ۾ ٻه جنگيون لڳيون. نواب صادق محمد خان ثانيءَ ۽ مير غلام علي خان ٽالپر جي وچ ۾ پهرين لڙائيءَ بابت مير محمد حسن علي خان ٽالپر پنهنجي مثنوي 'فتحنامه سنڌ عرف شاهنامه سنڌ' ۾ لکي ٿو ته: "مير سهراب خان خيرپور جي والي پنهنجو لشڪر بهاولپور ڏياري موڪليو. جيڪو احمدپور وٽ پهچي هڪ سڪل واهه جي تري ۾ جنگ جو مورچو ٺاهي ويهي رهيو. نواب صادق محمد به پنهنجو لشڪر وٺي اچي آڏو ٿيو. جنگ شروع ٿيڻ کان پهرين نواب صادق محمد انهيءَ واهه جو منهن ڪولرائي ڇڏيو. جنهن ڪري ٽالپري لشڪر پنهنجو سامان، پٽڪا، جتيون سڀ ڪجهه واهه ۾ ڇڏي وٺي ڀڳو. نواب محمد صادق تڪبر وچان پٽڪن ۽ جتين جون هڙون ٺڳائي نٺوليءَ طور حيدرآباد موڪلي ڏنيون. جنهن تي مير غلام علي خان ٽالپر کي ڪاوڙ آئي ۽ هن پنهنجو لشڪر تيار ڪري طاهر محمد خدمتگار کي جنگ لاءِ موڪليو. طاهر محمد جي سرڪردگيءَ ۾ ٽالپرن جي فوج نواب صادق محمد کي شڪست ڏني. جنهن کانپوءِ مجبور ٿي نواب صادق محمد صلح ڪيو. جنهن موجب سبزل ڪوٽ جو قلعو، ٻارهن هزار روپيا ساليانيءَ ڏل ٽالپرن کي ڏيڻ جو طئي ٿيو ۽ ان ڪانسواءِ شهزادي نواب رحيم يار خان کي يرغمال طور حيدرآباد موڪليو ويو. اها جنگ شوال 1224ھ/ نومبر 1809ع ۾ لڳي. نواب صادق محمد جو پٽ نواب رحيم يار خان 16 ذوالقعد 1224ھ/ 23 ڊسمبر 1809ع تي يرغمال طور حيدرآباد پهتو. جتي ٽالپر اميرن ڪيس عزت سان رهايو ۽ 22 محرم الحرام 1225ھ/ 27 فبروري 1810ع تي شهزادو يرغماليءَ جي مدت پوري ڪري احمدپور وڃي پنهنجي والد سان مليو.

مٿين جنگ کانپوءِ نواب صادق محمد خان ۽ مير غلام علي خان ٽالپر جي وچ ۾ ٻي جنگ 1226ھ/1811ع ۾ لڳي. بهاولپور جي وزيراعليٰ ۽ سپهه سالار نصير خان گورگيج، صالح افغان ذريعي مير سهراب خان ٽالپر ڏانهن خفيه خط موڪليو. جنهن ۾ بهاولپور تي حملي ڪرڻ جي آڇ ڪيل هئي. نصير خان گورگيج هڪ طرف مير سهراب ڏانهن خط لکيو، ٻئي طرف پنهنجي رازدار دوستن: فتح محمد غوري، احمد خان افغان، غلام قادر ۽ دمان سنگهه (جيڪي رياست ۾ وڏن وڏن عهدن تي فائز هئا) کي گهرائي کين سمجهايو ته جڏهن ٽالپرن جو لشڪر سرحد تي پهچندو، ان وقت آءٌ (نصير خان) ٻار ٻچا وٺي فوراً سنڌ ڏانهن هليو ويندس. پٺيان توهين ملڪ ۾ انتشار پيدا ڪري نواب صادق محمد کي تخت تان لاهي شهزادي نواب رحيم يار خان کي مسندنشين ڪجو انهيءَ موقعي کي غنيمت ڄاڻي حيدرآباد جي ٽالپر حاڪم، نواب ولي محمد خان لغاري ۽ مير هالي خان ٽالپر کي لشڪر ڏئي بهالپور فتح ڪرڻ لاءِ موڪليو انهيءَ جنگ ۾ ٽالپرن جڏهن گهٽي پاڳي رياست بهاولپور تي قبضو ڪري ورتو تڏهن مجبوراً نواب صادق محمد خان کي صلح ڪرڻ جي ضرورت پيش آئي. آخرڪار صلاح مصلحت کان پوءِ وري ٻيهر شهزادي نواب رحيم يار خان کي يرغمال طور 12 محرم الحرام 1226ھ/ 6 فبروري 1811ع تي سنڌ موڪليو ويو. هن جنگ ۾ ٽالپر اميرن کي تاوان ۾ ٻه مشهور قلعا ۽ گهڻو ڪجهه مليو. مير غلام علي خان ٽالپر اهي ٻه قلعا پاڻ وٽ رکيا ۽ سبزل ڪوٽ خيرپور جي ٽالپر حڪمران کي ڏئي ڇڏيائين. هن جنگ جي فتح بابت مير غلام علي مائل ٺٽويءَ جي قطعه تاريخ ملي ٿي، جنهن جا چند بند هيٺ ڏجن ٿا:

شڪر لله ڪ خوش بفتح وظفر

بمن امداد ايزدي منان

فوج شاهانِ سند گردون فر

صاحب شرڪت و حشمت وشان

سال اين فتح هاتفم فرمود

"فتح ياب آمده جيوش شهان"

1226ھ

نواب صادق محمد خان ثاني عباسيءَ جو حڪومتي دور سنو نه رهيو. هن سورهن سال حڪومت ڪئي. هن 1241ھ/ 1825ع ۾ وفات ڪئي.

**ڏائودپوٽو، عبدالڪريم منشي**: منشي عبدالڪريم ولد خليفو محمد صالح دائودپوٽو، 22 اپريل 1892ع تي پير ڳوٺ، ضلعي خيرپور ۾ ڄائو. سندس وڏا روهڙيءَ جا رهواسي هئا. سندس والد پير علي گوهر شاهه جو خليفو هو. هن قرآن شريف پڙهڻ کان پوءِ فارسيءَ جي تعليم حاصل ڪئي. پير شاهه مردان شاهه ڪيس ٻنين جي حساب لاءِ منشي مقرر ڪيو. شاهه مردان شاهه اول جي وفات کان پوءِ 1919ع ۾ خيرپور رياست جي واليءَ جو منشي ٿيو ۽ بعد ۾ جهنگلات/ ٻيلن جو سنيالينڊڙ مقرر ڪيو ويو. جتان 1951ع ڌاري رٽائر ٿيو. نوڪريءَ تان رٽائر ٿيڻ بعد درگاهه روضي ڌڻيءَ (پير پاڳارو) تي عريضي نويس ٿي رهيو. هي عروض جو پختو شاعر هو. شاعريءَ ۾ 'سيف' ۽ 'عبد' تخلص ڪتب آڻيندو هو. سندس شمار قادرالڪلام شاعرن ۾ ٿئي ٿو شاعريءَ جي هر صنف تي طبع آزمائي ڪيائين. سندس شاعريءَ جو موضوع مجازي عشق جي بيان تي منحصر آهي. هن سنڌي ۽ فارسي زبان ۾ شاعري ڪئي آهي. هن توحيد، نعت خواني، راشدي خاندان جي تعريف ۾ شعر ۽ ان وقت جي حالتن تي پڻ شعر چيا آهن. سندس ڪلام پختو ۽ بلند پايي جو آهي، جيڪو سنڌي ادب ۾ خاص حيثيت رکي ٿو.

**ڏائودپوٽو، محمد عظيم**: (ڏسو: ايئر مارشل عظيم دائودپوٽو انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد پهريون).

**دائودپوٽو، محمد مبارڪ خان عباسي (اول)**: دائود پوٽن جي رئيس بهادر خان ثانيءَ جي وفات ڪانپوءِ سندس فرزند نواب محمد مبارڪ خان اول عباسي تخت نشين ٿيو. دائود پوٽن کي بختيار خان ڏاڍو تنگ ڪيو هو. آخرڪار امير نواب محمد مبارڪ خان 1 ربيع الاول 1113هه/ 26 جولاءِ 1701ع تي تنگ ٿي، پنهنجن عزيزن ۽ ملازمن مان 300 ماڻهو پاڻ سان وٺي ملتان روانو ٿيو. اتي هن وڃي مغل شهزادي کي بختيار خان جي دانهن ڏني. ملتان ۾ انهيءَ وقت بغاوت کي ختم ڪرڻ لاءِ شاهي فوج سان گڏ دائودپوٽا به وڏي بهادريءَ سان وڙهيا، جنهن ڪانپوءِ شاهي فوج کي فتح حاصل ٿي. ان ڪانپوءِ مغل شهزادي امير محمد مبارڪ خان کي شاهي منصبدار بڻايو. مغل شهزادو امير مبارڪ جي فرياد ٻڌي شاهي لشڪر وٺي سنڌ روانو ٿيو. شڪارپور شهر ۾ بختيار خان هن فوج سان جنگ ڪئي، پر جنگ ۾ مارجي ويو. مغل شهزادي جي حڪم تي بختيار خان جي لاش کي چئن ٽڪرن ۾ ورهايو ويو. جنهن ڪان پوءِ هر هڪ ٽڪرو شڪارپور، بختيارپور، خانپور ۽ بڪر ۾ ٽنگيو ويو. ان ڪان پوءِ دائودپوٽا شڪارپور ۾ وڏي عيش و عشرت سان حڪومت ڪرڻ لڳا. گهڻي عرصي ڪانپوءِ تقريباً 1130هه/1718ع ڌاري ميان يار محمد خان ڪلهوڙي ۽ امير محمد مبارڪ خان عباسيءَ جي وچ ۾ اختلاف شروع ٿيا. انهن اختلافن وڃي خونريز جنگ جي صورت اختيار ڪئي ۽ ڪلهوڙن ۽ دائود پوٽن جي وچ ۾ جنگ شروع ٿي وئي، جيڪا ڇهه ڏينهن هلندي رهي.

'مرات دولت عباسيه' جو مصنف لکي ٿو ته: "ڪلهوڙن ۽ دائود پوٽن جي انهيءَ خونريزيءَ واري جنگ ۾ ٻنهي ڌرين جي لاشن جا ڍير لڳي ويا ۽ خون جون نديون وهڻ لڳيون."

ٻنهي ڌرين ۾ جنگ شروع ٿيڻ جي ستين ڏينهن جڏهن ٻنهي ڌرين ۾ جنگ شروع ٿي ته دائود پوٽي امير محمد مبارڪ خان کي خيال آيو ته خون وهائڻ مان ڪجهه به نه ورندو. انهيءَ ڪانپوءِ هن هڪدم ميان يار محمد خان ڏانهن صلح جو پيغام موڪليو صلح ۾ اهو فيصلو ٿيو ته قبضي ۾ آيل علائقا دائودپوٽا پنهنجا پوڪيل فصل ڪٽي خالي ڪري ڏين ۽ محمد واهه کي ٻنهي ڌرين جي وچ ۾ سرحد مقرر ڪيو ويو. انهيءَ صلح ڪانپوءِ گهڻي عرصي تائين جنگ نه ٿي. جڏهن ميان نور محمد خان ڪلهوڙي جو دؤر آيو ته وري حالات نازڪ ٿي ويا. محمد مبارڪ خان کي پڪ ٿي ته لڙائي ضرور ٿيندي. انهيءَ ڪري هن 1136هه/1723ع ۾ پنهنجي پٽ نواب صادق محمد کي پنهنجو جانشين مقرر ڪيو.

امير نواب محمد مبارڪ خان عباسيءَ محرم الحرام 1139هه/ آگسٽ 1726ع ۾ وفات ڪئي.

**دائودپوٽو، محمد مبارڪ خان عباسي (ثاني)**: نواب محمد بهاول خان عباسيءَ (اول) جي وفات ڪانپوءِ سندس ننڍو ڀاءُ دائودپوٽو محمد مبارڪ خان ثاني عباسي تخت نشين ٿيو ۽ 1162هه/1749ع ۾ بهاولپور جو حاڪم بڻيو. هن حاڪم ٿيندي ئي فلاحي ڪم ڪرڻ شروع ڪيا. 1164هه/ 1751ع ۾ جيسلمير تي حملو ڪري مروٽ جو قلعو فتح ڪيائين. نواب محمد مبارڪ خان ثانيءَ جي اثر رسوخ کي ڏسي احمد شاهه ابدالي فڪرمند ٿيو ۽ پنهنجي هڪ جرنل جهان خان کي اُچ تي حملي ڪرڻ لاءِ موڪليائين. جهان خان 1164هه/ 1751ع ڌاري اُچ تي حملو ڪيو پر ڪيس نواب محمد مبارڪ هٿان شڪست ملي. 1171هه/ 1757ع ۾ جڏهن ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي پنهنجن ٻن ڀائرن ميان عطر خان ڪلهوڙي ۽ ميان احمد يار خان ڪلهوڙي سان جنگ لڳي ته نواب محمد مبارڪ خان عباسي ثاني غلام شاهه جو ساٿ ڏنو. ميان غلام شاهه ڪلهوڙي بيڪانير مان پنهنجو وڪيل، محمد مبارڪ خان عباسيءَ ڏانهن بهاولپور موڪليو ته منهنجي لاءِ امن سان رهائش جو انتظام ڪيو وڃي. انهيءَ تي نواب محمد مبارڪ، ميان غلام شاهه ڏانهن سفير موڪليو ته اوهان بنا ڪنهن تڪلف جي هيڏانهن هليا اچو هيءَ گهر اوهان جو پنهنجو آهي. انهيءَ ڪانپوءِ ميان غلام شاهه جلد وڃي بهاولپور پهتو. انهيءَ وچ ۾ سنڌ جون حالتون خراب ٿي ويون. ميان غلام شاهه هڪدم نواب محمد مبارڪ خان سان مشورو ڪري، ڪانئس مدد گهري. محمد مبارڪ خان پنهنجي عزيزن مان محمد فتح خان (نواب محمد مبارڪ جو ڀاءُ)، مهرو خان، احمد خان فيروزائي ۽ محمد جام علياڻيءَ کي ميان غلام شاهه سان موڪليو. جنگ ۾ ميان غلام شاهه کي فتح حاصل ٿي ۽ هو سنڌ جو حاڪم ٿيو. 1766ع ۾ سکن بهاولپور تي حملو ڪيو پر نواب محمد مبارڪ خان ثانيءَ کين شڪست ڏني. هن پنهنجي حڪومت دوران مبارڪپور، احمدپور شرقيه، سبزل ڪوٽ، دين ڳڙهه، سردار ڳڙهه، ڳڙهي اختيار خان، خيرپور وغيره جهڙا شهر آباد ڪرايا.



هن 1772ع ۾ وفات ڪئي.

**دائودپوٽو، ولي**: نامور شاعر ولي محمد ولد واحد بخش دائودپوٽو، 7 اپريل 1924ع تي شڪارپور ۾ پيدا ٿيو. هن ابتدائي تعليم شڪارپور مان حاصل ڪئي ۽ مئٽرڪ جو امتحان سکر مان پاس ڪيو. هن جو غريب گهراڻي سان تعلق هو پهرين هن بُوٽن جي دڪان تي ڪم ڪيو. پوءِ سکر ۾ سونارڪو ڌنڌو اختيار ڪيائين. پاڻ سُنو سونارو هو. هن جو شاعريءَ طرف ننڍپڻ کان ئي لاڙو هو شروع ۾ ڪجهه طنزيه شاعري به ڪيائين. بعد ۾ علم عروض ۽ چند وديا جي قاعدي موجب شاعري ڪيائين.

ولي دائودپوٽو جديد شاعرن جي صف ۾ شامل ٿئي ٿو. سنڌس شاعريءَ جي ٻولي ۽ اسلوب سلوڻو ۽ سادو آهي. ولي دائود پوٽو مشاعرن ۾ شريڪ ٿي شعر پڙهندو هو ولي دائود پوٽي جو ڪلام قلمي صورت ۾ شفيق پيرزادي وٽ موجود آهي. هن جديد شاعرن ۾ شيخ اياز، هري دلگير ۽ تنوير عباسيءَ کان پوءِ 'هائيڪو' لکيا. سندس ڪيتري شاعري ٽماهي 'مهراڻ' ۽ ٻين رسالن ۾ ڇپيل آهي. ضرورت آهي ته هن بهترين شاعر جو شعري مجموعو جلد ڇپجڻ گهرجي.

ولي محمد دائودپوٽي 20 جولاءِ 1979ع تي وفات ڪئي.

**دائود سهتو:** 'تاريخ طاهري' ۾ سيد طاهر محمد نسياني ٺٽوي لکي ٿو ته: "ڄام ارباب عمر شاه دربيلي ضلعي ۽ اتي جي اربابن ۽ سهتن جو حاڪم هو هن کي به پٽ ارباب دائود سهتو ۽ ارباب هالا سهتو هئا. جڏهن شاه حسن بيگ ارغون جي سنڌ تي حڪومت هئي، ان وقت همايون بادشاه سنڌ تي ڪاهه ڪئي. هن بکر ۾ اچي قلعي کي گهيرو ڪيو. قلعي اندر محمود ڪوڪلتاش هو. آخر محمود ڪوڪلتاش مجبور ٿي اچي همايون جي اڳيان پيش پيو. انهيءَ عرصي دوران ارباب عمر شاه سهتو ۽ سندس پٽ دائود سهتو همايون بادشاه جي خدمت ۾ اچي حاضر ٿيا ۽ شاهي فوج ۽ همايون بادشاه جي وڏي خدمت ڪيائون. دائود سهتي ڏينهن رات هڪ ڪري شاهي لشڪر جي هر ضرورت کي پورو ڪيو. جنهن جي انعام ۾ همايون بادشاه دائود سهتي کي سواري ۽ خلعت سان نوازي، پنهنجي هٿ اکرن ۾ هي فرمان لکي ڏنو:

> *"آءٌ همايون بادشاه پٽ ظهيرالدين بابر بادشاه جي حيثيت ۾ خدا جي خدائي ۽ رسالت جو اقرار ڪندي هي فرمان لکي ٿو ڏيان، ته جيڪڏهن خداوند ڪريم بکر جي حڪومت مون کي عطا ڪئي ته، آءٌ ان عهد تي قائم رهندس، مون دربيلي جو پرڳڻو ارباب دائود پٽ عمر شاه سهتي ۽ سندس اولاد کي بخش ڪيو آهي."*

همايون بادشاه ان ڪانپوءِ بکر مان نڪري ٺٽي تي چڙهائي ڪئي. مرزا شاه حسن ارغون کي جڏهن اها خبر پئي ته ڏاڍو پريشان ٿيو. همايون بادشاه جي گهرواريءَ کي سفر دوران عمرڪوٽ ۾ اڪبر (949هه/ 1542ع) پيدا ٿيو. بئي طرف مرزا شاه حسن ڏپ ۾ ٺٽو ڇڏي رڻ درياه ڏانهن هليو ويو. ڪجهه عرصي بعد جڏهن همايون بادشاه هليو ويو. تڏهن محمود ڪوڪلتاش جي چرچ تي، ميرزا شاه حسن بيگ ڄام ارباب عمر شاه سهتي، دائود سهتي ۽ هالي سهتي کي سخت سزا ڏيڻ جو فرمان جاري ڪيو. محمود ڪوڪلتاش ڏاڍو خوش ٿيو ۽ هڪدم ارباب دائود کي ڄُوال (ڳوڻ) ۾ سبرائي بکر جي قلعي جي هڪ خوني برج تان درياه ۾ اڇلرائي ڇڏيو ۽ باقي بن ڄڻن ارباب عمر ۽ ارباب هالي جون کلون لهرائي، انهن ۾ بُهه پرائي مرزا شاه حسين ڏانهن ڏياري موڪليائين. انهن ڪانسواءِ ملا درويش محمد انباردار کي شهر ۾ سرعام سوريءَ تي چاڙهيو ويو.

**دائود سيوستاني:** ڪلهوڙن جي دؤر جو مشهور عالم ۽ بزرگ، ملا دائود سيوهڻ ۾ رهندو هو ۽ سيوستانيءَ جي نالي سان مشهور هو. مخدوم نوح رح جو همعصر هو. اولاد ۾ ڪيس هڪ پٽ ملا نورالحق هو جيڪو 'استاد' جي نالي سان مشهور ٿيو. ملا دائود سيوستانيءَ ميان نور محمد ڪلهوڙي جي دؤر ۾ 1738ع ڌاري سيوهڻ ۾ وفات ڪئي.

**دائود شورو:** 'تاريخ مظهر شاهجهاني' ۾ يوسف ميرڪ لکي ٿو ته: "ترخانن ڪانپوءِ مغلن جي دؤر ۾ مظفر خان معموريءَ واري دؤر ۾ خاصائي شورن جي ڳوٺ (موجوده تعلقي ڪوٽڙيءَ جي ڳوٺ) ۾ دائود شوري جو راڄ هوندو هو هي وڏو ويڙهاڪ ۽ مغلن جو دشمن هو. شورن، هوسڙن ۽ ملاحن جا بهادر جوان سندس گڏ هوندا هئا ۽ هي ڪُلي عام درياهن توڙي خشڪيءَ تي مغلن ۽ سندن دلالن جا ڌاڙا هڻندو هو. هڪ دفعي شمشير خان، مظفر خان ڏانهن مرزا دوست بيگ وسيلي گدرا ۽ ميوو سامان موڪليو. انهيءَ سامان جون ٻيڙيون جيئن ئي خاصائي شورن جي ڳوٺ وٽ پهتيون ته دائود خان شوري ۽ هوسڙن جي جوانن اچي ٻيڙين تي ڌاڙو هنيو ۽ سامان آڻيندڙن ۽ سندن سردار محبت چارڪ کي قتل ڪري ڇڏيائون. انهيءَ واقعي جي جڏهن مير ابوالبقا کي خبر پئي ته هڪدم انهيءَ ڏينهن خاصائي شورن جي ڳوٺ تي چڙهائي ڪيائين، پر دائود شورو پنهنجن ساٿين ۽ ڪٽنب سميت اتان نڪري چڪو هو. باقي جيڪي بچيل هئا، تن کي مير ابوالبقا قتل ڪري ڇڏيو اها پهرين سيڪٽ هئي، جيڪا مغلن طرفان شورن کي ملي، پر دائود شوري جي ڪارروايين ۾ ڪو به فرق نه آيو ۽ پاڻ وڌيڪ زور شور سان ڌاڙا هڻڻ ۽ مغلن کي ستائڻ شروع ڪيائين. آخرڪار خوشم بيگ پنهنجي هڪ مائٽ شاه خواجه کي دائود شوري کي سيڪٽ ڏيڻ لاءِ مقرر ڪيو. هڪ ڏينهن شاه خواجه لشڪر سوڌو اچي خاصائي شورن جي ڳوٺ تي ڪڙڪيو. گهڻائي شورا قتل ٿي ويا ۽ دائود شورو ڀڄي نڪتو پر سندس زال، ٻار ۽ ڪجهه ماڻهو گرفتار ٿي پيا، جن کي شاه خواجه سيوهڻ وٺي آيو. دائود شورو پنهنجي زال کي پرائي قيد ۾ ڏسي عاجز ٿي پيو ۽ آخرڪار اهو شرط رکيائين ته منهنجي زال ۽ ڪٽنب کي عزت سان آزاد ڪيو وڃي ته آءٌ اچي گرفتاري پيش ڪندس. دائود شوري جي گرفتاريءَ ڪانپوءِ شورن جي جڻ چيلهه ئي ڀڄي پئي."

هن جهونجهار شخص بابت سنڌ جي قومي دانشور عبدالواحد آريسر پنهنجي ڪتاب 'سر ۾ سانجهي وير' ۾ ڪافي لکيو آهي.

**دائود عليه السلام:** الله تعاليٰ جو مقبول نبي حضرت دائود عليه السلام، بني اسرائيل جي هدايت ۽ رهنمائيءَ لاءِ موڪليو ويو. سندس نسب جو سلسلو يارهين پُشت ۾ حضرت ابراهيم عليه السلام سان وڃي ملي ٿو. حضرت دائود ع جو پٽ حضرت سليمان پڻ اولوالعزم نبي هو. حضرت دائود عليه السلام تي آسماني ڪتاب زبور نازل ٿيو. قرآن مجيد جي نوَن سورتن ۾ 16 هنڌن تي سندس ذڪر آيو آهي. الله تعاليٰ پهاڙن ۽ پکين کي سندس تابع ڪيو هو جيڪي صبح ۽ شام ان سان گڏ الله تعاليٰ جي حمد ۽ ثنا ڪندا هئا (سبا: 10، ص: 17 کان 19). الله تعاليٰ حضرت دائود ع ۽ سندس پٽ حضرت سليمان عليه السلام کي پکين جي ٻولين جو علم ۽ سمجهه عطا ڪئي هئي (النمل: 17). الله تعاليٰ حضرت دائود عليه السلام لاءِ لوهه کي ميڻ وانگر نرم ڪري ڇڏيو هو ۽ اهو لوهه کي موڙي سگهندو هو (سبا: 10). الله تعاليٰ ڪيس زرهن ٺاهڻ جو فن عطا ڪيو هو جيڪي هو پنهنجي هٿن سان ٺاهي، روزگار ڪندو هو (الانبياء: 80، سبا: 10). قرآن پاڪ ۾ اچي ٿو ته، "اسان ان کي اهڙو لباس (زرهه) ٺاهڻ جو فن عطا ڪيو. جيڪو توهان کي سخت جنگ جي وقت محفوظ رکي ٿو." (الانبياء: 80، الڪشاف: 128). "اسان ان جي بادشاهي کي مضبوط ڪيو ۽ ان کي زمين جي خلافت ڏئي ماڻهن ۾ عدل ۽ انصاف ڪرڻ جو حڪم ڏنو." (ص: 25). الله تعاليٰ ان کي نبوت جو عهدو، خطابت جي وضاحت ۽ صحيح فيصلي

ڪرڻ جي قوت بخشي هئي. (ص: 19). الله تعاليٰ 'زبور' حضرت دائود عليہ السلام تي نازل ڪيو (النساء: 163، بني اسرائيل: 53) زهد ۽ عبادت ۾ الله تعاليٰ کيس استقلال ۽ يڪسوئي بخشي هئي. جو هو اڌ رات تائين آرام ڪندو هو ۽ رات جو چوٿون حصو عبادت ۾ گذاريندو هو ۽ هر ٻئي ڏينهن روزو رکندو هو. قرآن مجيد ۾ حضرت دائود عہ جي زندگيءَ جا ڪيترائي واقعا بيان ٿيل آهن. *(شاهڪار اسلامي انسائيڪلوپيڊيا)*

**دائود قادري شيخ:** نامور صوفي ۽ عالم دين. دائود قادري ولد سيد فتح الله شيخ جو تعلق 'هيبت پور' شهر سان هو. جتان هن پنهنجي ابتدائي تعليم حاصل ڪئي. ان ڪانپوءِ هن لاهور جي مولانا جاميءَ جي شاگرد مولانا اسماعيل کان علم حاصل ڪيو. انهيءَ دوران شيخ عبدالقادر ثانيءَ جي پوٽي سيد حامد گنج بخش قادريءَ جي هٿ تي بيعت ڪري ان جو مريد ٿيو. دائود قادري، غوث الاعظم کان عقيدت حاصل ڪئي. ان کان پوءِ هن جو بزرگ حضرت امام موسيٰ ڪاظم سان واسطو ٿيو. جيڪو عرب کان ملتان آيل هو. هن جي مشهور خليفن ۾: مولانا جمال الدين شيخ دهلوي، شاهه ابوالمعالي لاهوري ۽ شاهه ابو اسحاق قادري لاهوري شامل آهن.

ملا عبدالقادر بدايوني لکي ٿو ته، هن بزرگ جي هٿان ڪيترائي غير مسلم ماڻهو اسلام قبول ڪري مسلمان ٿيا. دائود قادري مستقل طور شيرڳڙهه، ضلعي ساهيوال ۾ رهائش پذير ٿيو.

هن عالم دين بزرگ 982 هه/ 1574ع ڌاري وفات ڪئي.

**دائود قاضي:** قاضي دائود فتح پور جو رهواسي هو. جيڪو سيويءَ جي پسگردائيءَ ۾ آهي. سلطان محمود خان جي حڪومت ۾ بکر شهر جي قضا جو عهدو قبول ڪري، شرعي ڪيسن جا فيصلا ڪندو هو. پاڻ ديانتداري، پرهيزگاري ۽ درويشيءَ جو مالڪ هو. شرعي فيصلن ۾ ڪنهن سان ڪا رعايت نہ ڪيائين. هن بزرگ 981 هه/ 1573ع ڌاري بکر ۾ وفات ڪئي.

**دائود ڪنب:** دائود ڪنب نالي ماڳ، ڪانيو جبل جي سلسلي ۾ آهي. نئين موڙهائيءَ ڪانيو جبل کي ٻن حصن ۾ ورهائي ٿي. اتر وارو پاسو 'ڪانيو' سڏجي ٿو ۽ ڏکڻ وارو حصو 'هوتار' جبل آهي، ٻنهي جي وچ ۾ دائود ڪنب آهي، جنهن جو پاڻي معدنيات جي ملاوت سبب پيئڻ جهڙو نہ آهي، پران تي ڊانڊي گاهه گهڻو ٿيندو آهي، جيڪو مقامي پکين جي جياپي جو وڏو ذريعو آهي. هتي اچي ڳل واري بلبل (Checked Bulbul) بہ جام آهي. هي ماڳ هڪ سئي ڊيم لاءِ عاليشان هنڌ آهي. مٿي هوتار وٽ 'دائود ريسٽ هائوس' ٺهيل آهي. هن هنڌ، جبل کي ٽڪي لنگهہ (لڪ) ٺاهيو ويو آهي.

**دائود، مخدوم:** 'تحفة الڪرام' ۾ مير علي شير قانع ٺٽوي ڄاڻائي ٿو ته مخدوم دائود مفتي ٺٽوي، مشهور معروف شخصيت مخدوم حاجي سبزواريءَ جو فرزند هو. مخدوم دائود مفتي وڏو عالم فاضل هو هن جو پٽ مخدوم ابوالقاسم پڻ وڏو عالم هو مدرسو قائم ڪيو هئائين. جتي تعليم ڏيندو هو مخدوم دائود مفتيءَ کي اورنگزيب عالمگير شرعي وڪيل مقرر ڪيو هو.

هن 1113هه/ 1701ع ۾ وفات ڪئي. مخدوم رحمت الله طالب علم سندس وفات تي هيٺين ماده تاريخ چئي آهي:

ذهب العلم من السند

1113هه

(ترجمو: سنڌ مان علم لڏي ويو.)

**دائودي، احمد بن محمد منصوري:** مشهور عالم ۽ محدث قاضي احمد بن محمد دائودي منصوري، اصل ۾ منصوره جو ويٺل هو. جنهن شروعاتي تعليم پنهنجي آزاد ڪيل غلامن کان حاصل ڪئي، پوءِ بغداد وڃي اتي جي عالمن ۽ محدثن کان حديثن جي روايت ڪيائين. اتان موٽي اچي منصوره (سنڌ) جو قاضي ٿيو. حديث جي دائودي مسلڪ جو امام هو. ڪيترن ئي عالمن ڪانئس حديث جي روايت ڪئي. 'احسن التقاسم' ۾ المقدسي ۽ 'سمحاني الانساب' ۾ ابو اسحاق شيرازيءَ سندس ذڪر ڪيو آهي. المقدسيءَ جو بيان آهي تہ منصوره جي آبادي گهڻو ڪري اصحاب الحديث تي مشتمل هئي. ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ سنڌ ۾ حديث جي علم جو ڪيڏو نہ چاهہ هو.

قاضي احمد بن محمد دائودي ڪيترن ڪتابن جهڙوڪ: 'ڪتاب المصباح'، 'ڪتاب الهادي' ۽ 'ڪتاب النير' وغيره جو مصنف هو. سمحانيءَ لکيو آهي تہ قاضي احمد بن محمد منصوري عراق ۽ فارس ۾ سڪونت پذير رهيو. سندس ڪنيت 'ابو العباس' هئي، امام دائود ظاهريءَ جي مسلڪ ۾ امام جي حيثيت رکندو هو. اثرم ۽ ان جي طبقي جي حديث جي صاحبن کان حديث جي سماعت ڪيائين. هن بابت امام ابو عبدالله حاڪم جهڙي حديث جي حافظ روايت ڪئي آهي تہ، "قاضي ابو العباس احمد بن محمد بن صالح تميمي منصوري، منصوره جي رهاڪن مان هو. جن عالمن سان مون کي ملڻ جو اتفاق ٿيو. انهن کان هن کي سيني‍ءَ کان وڌيڪ شائستہ، سلجهيل ذهن ۽ فڪر وارو ڏٺم. هن فارس ۾ ابو العباس بن اثرم ۽ بصري ۾ ابو روق هزانيءَ کان حديث جي سماعت جو شرف حاصل ڪيو." ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ هن فارس ۾ ابو العباس بن الاثرم کان ۽ بصري ۾ احمد الخزانيءَ کان حديث جي تعليم حاصل ڪئي، جيڪو ابو روق جي نالي سان مشهور هو. هي بخارا بہ ويو جتي ابو الحاڪم ڪانئس حديث جو علم ورتو.

**دائي:** دائي، سنڌي، پشتو ۽ ڪشميري ٻولين ۾ ٻار ڄڻائڻ واري عورت کي سڏيو وڃي ٿو. دائيءَ کي پنجابيءَ ۾ جنائي ۽ اردوءَ ۾ دايہ سڏين ٿا. دائيءَ جون خدمتون عورت جي حمل جي پهرين مهيني کان ئي شروع ٿي وڃن ٿيون ۽ ٻار ڄڻائڻ، سندس دوا درمل ۽ تيمارداريءَ تائين دائي پنهنجو ڪردار ادا ڪري ٿي. امير گهراڻن ۾ تہ ٻار کي کير پيارڻ ۽ سندس سار سنڀال لاءِ بہ دائي رکي ڏني ويندي آهي.

مغل دؤر ۾ شاهي گهراڻي جي ٻارن لاءِ 'ڪلائي' رکندا هئا. جنهن کي انگہ بہ چيو ويندو هو تاريخ هند ۾ اڪبر بادشاهہ جي دائي ماهم انگہ جو ذڪر اچي ٿو. جنهن بادشاهت جي ابتدائي دؤر ۾ سياست ۾ وڌ کان وڌ حصو ورتو.

انساني تاريخ جيتري قديم آهي، دائيءَ جو ڪردار بہ اوترو ئي قديم آهي. حضرت عيسيٰ عليہ السلام کان اٽڪل ٻہ هزار سال اڳ بابل (عراق) جو بادشاهہ حمورابيءَ هڪ قانون لاڳو ڪيو. اهو قانون حمورابيءَ جي نالي سان مشهور ٿيو. ان قانون ۾ بہ دائيءَ جي ذميوارين بابت لکيل آهي تہ ڪو بہ شخص پنهنجو ٻار دائيءَ جي سپرد ڪري ۽ جي اهو ٻار دائيءَ وٽ وفات ڪري وڃي تہ دائيءَ جو ٻار پاڻ وٽ رکبو. ان لاءِ ان دائيءَ جي سزا هئي تہ ان

جون ڇاتيون ڪپيون وڃن.

ڪوٽيل چاڻڪيا، پنهنجي مشهور ڪتاب 'ارٿ شاستر' ۾ لکيو آهي ته، محلات ۾ دائيءَ طور انهيءَ طوائف کي رکيو ويجي، جيڪا جوانيءَ کان موٽ ڪاڏل هجي. سندس حسن موڪلائي ويو هجي. يوناني تهذيب جي عروج واري دؤر ۾ دائپي واري پيشي کي وڏو احترام حاصل هو. روايت آهي ته سقراط جي ماءُ به دائي هئي.

مغل تاريخ ۾ مغل بادشاهه اڪبر جي ماءُ حميده بيگم هئي، پر ڪيس ماهم آنگ دائيءَ کير پياريو هو. ان ڪري ان جي عزت به ماءُ جيتري ٿي ڪندو هو. جڏهن ماهم آنگ گذاري وئي ته هو زارو زار رنو هو. هن دائيءَ ۽ سندس پٽ جي قبرن مٿان، حضرت بختيار ڪاڪيءَ جي مزار جي احاطي ۾ مقبرو به جوڙايو.

سنڌ جي ڳوٺن ۾ جڏهن عورت کي پهريون پيرو حمل ٿيندو آهي ته دائي ٿي ان جون ڪيفيتون ۽ وصفون ڏسي تصديق ڪندي آهي. اڄڪلهه جيتوڻيڪ ليڊي ڊاڪٽرياڻيون ۽ نرسون هر هنڌ موجود آهن، پر تنهن هوندي به ڳوٺن ۾ پهرين دائي عورت کي چڪاسي ويم جو وقت يا ٻار جي صورتحال ٻڌائيندي آهي ۽ ٻار جي ڄمڻ کانپوءِ چاليهن ڏينهن تائين عورت ۽ ٻار جي آڌمڪ (سار سنڀال)، ڪپڙي لٽي ڌوئڻ وغيره جي ذميواري دائي ئي نڀائيندي آهي. دائي، ڏينهن ۾ ٽي پيرا عورت ۽ ٻار جي صحت جي خبرچار لهڻ لاءِ مقرر وقت تي ايندي رهندي آهي. عورت جي کاڌ، خوراڪ يا ٻي ضروري سارسنڀال ۽ صحت تي نظر رکندي آهي. ان عيوض ڪيس روڪ معاوضو ۽ ڪجهه ڪپڙا لٽا، مڻائيءَ طور ڏنا ويندا آهن.

دائيءَ کي معاشري ۾ عزت جي نگاهه سان ڏٺو ويجي ٿو ٻنهي جهانن جي سردار حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي ولادت بعد دائي بيبي حليمه ٿي سندن پرورش ڪئي، جنهنڪري بيبي حليمه جو نالو احترام سان ورتو ويندو آهي.

**دايا** [1]: ٽالپرن جي حڪومت ۾ ميرن جي خدمت چاڪري ڪندڙن کي 'دايا' ڪري سڏيو ويندو هو. ميرن جي اهڙي عملي ۾ ٻلهاڻي، خاصخيلي، شيدي، شيخ ۽ ڪجهه ٻين ذاتين جا ماڻهو به شامل هئا. 'دايا' اڄڪلهه ذات پڻ شمار ٿئي ٿي. پروفيسر عبدالله دايو سنڌ يونيورسٽي ٽيچرس ائسوسيئيشن جام شوري جو اهم عهديدار رهيو آهي.

**دايا** [2] (ذات): سنڌ ۾ هيءَ ڪرت واري ذات آهي. هي ماڻهو گڏهن تي مٽي، پڪل ۽ ڪچيون سرون ۽ پنجو ڍوئي گهرن جي اڏاوت لاءِ پهچائين ٿا. ان کان سواءِ ٻيو هلڪي بار ڪڻڻ جو ڪم به ڪن ٿا. هن ذات جي عورتن جو ڪم دائپو ڪرڻ رهيو آهي. هي عورتون پهرين مهيني حمل کان وٺي ويم تائين ڳورهاري عورت سان ساٿ ۾ رهنديون آهن. اڳي جڏهن ڊاڪٽرياڻين جو رواج ڪونه هو ته دايون مايون ڳورهاريءَ جو ويم ڪان وٺي لٽن، مکن سان آڌ ڏيڻ سميت ٻار آڌڻ جو ڪم ۽ ڪپڙو لٽو ڌوئڻ جو ڪم به ڪنديون هيون ۽ ڏاڻ وٺنديون هيون. راڄن ۾ شادي مراديءَ جو سڏ به اُٺاريندين هيون. راڄ ۾ شاديءَ جي مجلسن سجائڻ جو بندوبست ڪرڻ سميت ڪنوار کي مهٽ سهٽ ڪرڻ، ريتون رسمون هلائڻ جو ڪم دائيءَ وٽ هوندو هو. دائي سنڌي سماج جو اهم رڪن رهي آهي. شادين مرادين ۾ سڏ اُٺارڻ، مرتيي جي جاڻ ڪرڻ ۽ ٻي صلاح مصلحت لاءِ ڏور وجي پيغام رسائيءَ جو ڪم به داين جي مردن جي حوالي هوندو هو. سنڌي سماج ۾ دايي جو ڪردار اهم رهيو آهي. ڪيترا دايا پنهنجي ڪنهن وڏي ڏاڏي جي پويان 'جماڻي' به سڏائين ٿا.

داين کي ٻنارا به چوندا آهن. جيڪي سرن جي ٻڌڻ تي ڪم ڪن ٿا. ملتان ۾ ماڇي ذات وارن کي دايو سڏين ٿا ۽ ماڇيُ عورت کي دائي، جنهن جو سماجي ڪم به اهو ساڳيو سنڌ وارو آهي.

**دايو، غمدل فقير**: سنڌ جي ناليواري صوفي شاعر ۽ بزرگ غمدل فقير جو اصل نالو عبدالخالق ولد پير بخش دايو هو. هن 14 مئي 1867ع تي ڳوٺ ڪچا چاچڙ لڳ پني عاقل ۾ جنم ورتو. سندس والد پير بخش دايو انگريزن جي دور ۾ پوليس جو بااختيار عملدار هو. ڪن محققن موجب غمدل فقير جو شجرو موليٰ علي عليه السلام جي وفادار غلام حضرت قنبر رضي الله عنه ۽ بيبي سانئڻ فضه سان وڃي ملي ٿو. غمدل فقير نصابي ۽ ڪتابي علم موجب فقط 3 درجا پڙهيل هو پر هي بزرگ لدني علم سان مالامال هو. هن جڏهن جوانيءَ طرف وڪون وڌايون، تڏهن سندس روح صوفي بزرگن ۽ درويشن جي ڪچهرين ۾ ريجهندو هو.



هونئن ته گهڻن درويشن ۽ سالڪن جي صحبت ۾ رهيو، پر صوفي وريل فقير ابڙي ۽ سيد قلندر شاهه جيلانيءَ سان سندس ڪافي عقيدت ۽ ويجهڙائيءَ وارو رستو رهيو. بعد ۾ سيد قلندر شاهه جيلاني سندس روحاني رهبر ۽ مرشد پڻ ثابت ٿيو. جنهن مٿس عبدالخالق مان 'غمدل فقير' طريقت جو نانءُ رکيو. غمدل فقير تصوف جي شاعريءَ جو برجستو نالو ۽ حوالو آهي. سندس شاعري سنڌي، اردو، سرائيڪي، هندي ۽ فارسي ٻولين ۾ ملي ٿي. غمدل فقير تصوف ۽ همه اوست سميت سنڌ توڙي پنجاب جي ڪلاسيڪل رومانوي داستانن کي به پنهنجي ڪلام جو عنوان بڻايو آهي. سندس ڪلام کي سندس فرزند مرحوم فقير لطف علي دايي ترتيب ڏئي، 1989ع ۾ 'ديوان گلزارِ غمدل' جي نالي سان ڇپرايو. جنهن ۾ غمدل فقير جي ڪلام سان گڏوگڏ سندس سوانح حيات به شامل آهي. سندس ڪلام سنڌ جي ناليوارن راڳين: عابده پروين، سهراب فقير، استاد گلزار علي خان، فقير قلندر بخش خاصخيلي، جمال فقير، سيد ظفر علي شاهه، فقير مظفر علي دايي ۽ ٻين ڳايو آهي. هونئن ته ميڊيا تي غمدل فقير جو گهڻو ڪلام مشهور ٿيو پر سهراب فقير جي آواز ۾ ڳايل سندس ڪافي 'ڳليان پريم نگر ديان' بيحد مقبول ٿي، جيڪا سهراب فقير کان پوءِ عابده پروين، جلال چانڊيي، ديدار حسين سمي ۽ ٻين فنڪارن پڻ ڳائي. هيل تائين سندس ڪلام تي مشتمل ڪيترين آڊيو ڪئسيٽون پڻ جاري ٿي چڪيون آهن. غمدل فقير جي شاعريءَ جي حوالي سان سنڌ جي ٻن سريلن فنڪارن فقير مظفر علي دايي کي 'حافظ غمدل' ۽ سيد ظفر علي شاهه کي 'قوال غمدل' جو خطاب پڻ ملي چڪو آهي. غمدل فقير جو مرشد سيد قلندر شاهه

جيلاني رتيديري شهر پرسان ڳوٺ نبي شاهه وڳڻ، ضلعي شڪارپور جو رهاڪو هو ۽ مرشد جي محبت ۽ عقيدت جي ڪري ٿي غمدل فقير پنهنجو آبائي ڳوٺ پنو عاقل ڇڏي 1948ع ۾ رتيديري ۾ اچي آباد ٿيو ۽ باقي سموري زندگي پنهنجي مرشد جي پاڙي، رتيديري ۾ گذاريائين. سندس مرشد سيد قلندر شاهه جيلانيءَ جي وفات کان پوءِ غمدل فقير سندس مزار تي رياضت ڪندو رهيو.

فقير عبدالخالق غمدل فقير، 15 مئي 1972ع تي 105 ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪئي. ڪيس وصيت مطابق سندس مرشد جي پيرانديءَ ۾ ڳوٺ نبي شاهه وڳڻ ۾ دفنايو ويو. سندس ساليانو ورسي هر سال 16 اپريل تي سندس آخري آرامگاهه تي ملهائي ويندي آهي. هن وقت سندس خاندان رتيديري ۾ رهائش پذير آهي.

**دايو، فقير لطف علي:** نامور شاعر فقير لطف علي ولد غمدل فقير دايو 1925ع ۾ پني عاقل ۾ ڄائو



سندس والد مشهور صوفي شاعر ۽ بزرگ هو جيڪو 1948ع ۾ اتان لڏي رتيديري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ رهائش پذير ٿيو.

فقير لطف علي سنڌي فائينل پاس ڪري استاد مقرر ٿيو نوڪريءَ دوران مختلف پرائمري اسڪولن ۾ هيڊماستر جو عهدو سنڀاليندي، 1988ع ۾ گورنمينٽ پرائمري اسڪول رتيديري مان رٽائر ڪيائين.

فقير لطف علي دايو والد جي وفات ڪانپوءِ والد جي فقراهي گاديءَ جو سجاده نشين ٿيو. سنڌي، سرائيڪي ۽ اردوءَ ۾ ڪافي شاعري ڪيائين.

فقير لطف عليءَ پنهنجي والد غمدل فقير جي شاعريءَ جو ديوان ترتيب ڏئي 'ديوانِ گلزار غمدل' جي عنوان سان 1989ع ڇپرائي پڌرو ڪيو. 18 ڊسمبر 2011ع تي وفات ڪيائين. سندس آخري آرامگاهه سندس والد غمدل فقير جي پاسي ۾ درگاهه رتيديري شهر پرسان نبي شاهه وڳڻ، ضلعي شڪارپور ۾ آهي.

**دايو، مظفر علي:** صوفي راڳي فقير مظفر علي ولد فقير لطف علي دايو سنڌ جي مشهور صوفي شاعر ۽ درويش غمدل فقير جو پوٽو آهي.



پهرين سيپٽمبر 1970ع تي رتيديري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتائين. سندس تعليم ايم. اي (اقتصاديات) آهي ۽ پيشي جي حوالي کان پرائمري استاد آهي. فقير مظفر علي، موسيقيءَ جي باقاعدي تعليم وقت جي ڪلاسيڪل ۽ صوفي راڳي فقير امام علي خان ٿهيم کان حاصل ڪئي. سنڌي ۽ بلوچي موسيقيءَ جي سريلي ساز 'بينجو' جي سکيا سنڌ جي نالي واري بينجي نواز استاد غلام حسين 'گل' کان ورتائين.

فقير مظفر عليءَ جا ريڊيي ۽ ٽي. وي تي ڪيترا ڪلام رڪارڊ ٿيل آهن. هن جي ڪلامن ۾ ڪلاسيڪي ۽ جديد رنگ جو سنگم آهي.

فقير مظفر عليءَ جا ڪيترائي شاگرد به آهن، جن ۾ فقير بحر علي، ناصر قاضي، امداد علي نصيراڻي ۽ ٻيا شامل آهن. هن جا ڪيترا آڊيو ۽ وڊيو البم به جاري ٿي چڪا آهن. هن وقت رتيديري ضلعي لاڙڪاڻي ۾ رهائش پذير آهي.

**دُبِ اڪبر:** آسمان ۾ ستن تارن جو جهرمٽ. هنن ستارن جي مشاهدي سان روشنين جي اهڙي جادوئي نظاري تي حيرت ٿيندي آهي. مشاهدي ۽ سائنس جي علم ڪائنات جي ڪيترن ئي اسرارن تان پردي کڻڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. آسمان ۾ چمڪندڙ ۽ ٽمڪندڙ ستارن لاءِ قديم زماني کان مختلف قصا ۽ ڪهاڻيون جوڙيون ويون آهن. مطلب ته هر تهذيب جي ماڻهن آسمان ۾ نظر ايندڙ انهن صدين جي ڄمار وارن ستارن کي مختلف قصن ڪهاڻين سان وابسته ڪيو آهي ۽ پنهنجي سمجهه آهر نالا ڏنا آهن ۽ ستارن جي عدد کي ڪنهن نه ڪنهن ڪڙيءَ ۾ جوڙي نقشا ۽ تصويرون پڻ ٺاهيون آهن.



وسيع آڪاش ۾ ستن ستارن جي هن جهُرمٽ کي عظيم رڇ يعني دُب اڪبر جي نالي سان سڏيو ويندو آهي. انگريزيءَ ۾ ستارن جي هن جهرمٽ کي 'Great Bear' چيو ويندو آهي. روشن ترين ستارن جو هي جهرمٽ آسمان جي اتر واري ڪنڊ کان، آسمان جي چوٿين حصي واري 'بلندي' تي نظر ايندو آهي. قديم دور کان مجمع النجوم يعني 'ستارن جي ميڙ' کي 'يوناني رڇ'، جڏهن ته رومن ۾ ursi major (دُبِ اڪبر) جي نالي سان سڏيندا آهن. دب اڪبر ۾ موجود ستن روشن ترين ستارن جو مجموعو هڪڙي چمچي جو پڻ خاڪو جوڙيندو آهي. قديم دؤر کان هندو هن جهرمٽ کي ستن رشين (مهان بزرگن) طور سڏيندا آهن. دُبِ اڪبر تي موجود ستارن مان ڇهه ستارا ٻئي درجي جا روشن آهن ۽ هڪڙو ٽئين درجي جو روشن ستارو آهي.

دُبِ اڪبر جي پڇڙيءَ وارن آخري ٻن ستارن جي سڌائيءَ ۾ جيڪڏهن غور وچان نهاربو ته قطب تارو پڻ واضح نظر ايندو آهي، ائين ئي آسمان ۾ موجود ٻين ستن گهٽ روشن ۽ ڳتيل ستارن جو ميڙ پڻ موجود آهي. جنهن کي دُبِ اصغر (Ursa minor) يا little bear چئبو آهي.

**دبر ڪوٽ** (Dabar Kot): هي ماڳ بلوچستان ۾ ضلعي لورالائيءَ کان ڪوهلو ويندڙ رستي تي دُڪِي شهر کان اتر- اوڀر ۾ 18 ڪلوميٽرن جي فاصلي تي ميداني علائقي ۾ موجود آهي. هي دڙو 121.2 ايڪڙ ايراضي والاري ٿو. هن دڙي جي ڊيگهه ويڪر 152x4x137.10 ميٽر آهي، جڏهن ته اوچائي 34.44 ميٽر آهي. هيءُ ماڳ 1898ع ۾ لڌو ۽ اُن جي کوٽائي ڪئي وئي. کوٽائيءَ دوران جيڪي ثقافتي شيون (وٿون) هٿ آيون، انهن کي ڏاتو- پٿر دؤر کان وٺي ساساني دؤر تائين جي وٿن سان ڀيٽي سگهجي ٿو. ٺڪرائو ڏاتو پٿر دؤر جو آهي. ٺڪر کانسواءِ ڳهڻن ۽ گهڙن کان ٻاهر رستن تي ڀڪين سرن جون ناليون به مليون آهن. هتان مليل ٺڪرائو شاهه ٽپي، حسار، دشتِ لوط وغيره ماڳن سان ڀيٽي سگهجي ٿو.

هي دڙو هڪ مناري وانگر 100 فوٽ کن اوچو آهي. دبر ڪوٽ وٽان سنڌو ماٿريءَ کان قنڌار ويندڙ رستو لنگهي ٿو. هن دڙي مان ميٽوڙي- پيلي رنگ (Pale-buff) جو ٿانءُ ملي ٿو. ٿانون جو اهڙو قسم پاڪستان جي ماڳن مان گهٽ ۽ افغانستان ۽ ايران جي ڪن ماڳن تان وڌيڪ مليو آهي. هتان هڪ ٺڪر جو پيالو مليو آهي، جيڪو ٻي صدي ق. م جي اوائلي دؤر سان واسطو رکي ٿو. هن قسم جو ٿانءُ هندستان ۾ موجود نورداتولي (Nordatoli) ماڳ جي ٿهر- II سان ڀيٽڻ جهڙو آهي. هن قسم جا پيالا راجستان ۽ دکن مان به مليا آهن. دڙي مان ملندڙ ٺڪر کي چئن دؤرن ۾ ورهايو ويو آهي:

**پهريون دؤر:** هن دؤر ۾ سرور جنگل ۽ رانا غونڊائي ٺڪر ملي ٿو. اهو 'سرور جنگل' وارو ٺڪر ڪافي کهرو آهي. ان کان سواءِ ڪاري تي ڳاڙهي ليڪي وارو ٺڪر به مليو آهي، جنهن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته هيءُ ماڳ رانا غونڊائي ۽ سرور جنگل ماڳن جو همعصر آهي.

**ٻيو دؤر:** هن دؤر جو ٺڪرائو هڙپا دؤر جي باقيات جي شاهدي ڏئي ٿو. جو ته هتان سنڌو تهذيب جو ڳاڙهي تي ڪاري ليڪي وارو ٺڪر ڇڳي تعداد ۾ مليو آهي. جيڪو چٽيل ۽ ڪرچيل آهي، ان کانسواءِ هتان مورتيون به مليون آهن ۽ ڪجهه ٺڪر جي چوڙين جا ٽڪرا به مليا آهن. سر جنگل ماڳ تان سنڌوءَ جون (وٿون) شيون نه ٿيون ملن، پر رانا غونڊائي ماڳ تان ڪي قدر ملن ٿيون. ان ڪري اهي سنڌي شاهدي ڏين ٿيون، ته هي دڙو سر جنگل کانپوءِ جي آباديءَ وارن جو آهي.

**ٽيون دؤر:** هتان ملندڙ ٺڪرائو گل- نقشي ۾ جهڪر ماڳ جي ٺڪر جهڙو آهي، جيڪو رانا غونڊائيءَ سان ڀيٽڻ جهڙو آهي. اهو پوءِ- هڙپائي دور (Post-Harappan) جي نشاندهي ڪري ٿو مسٽر اسٽين هن کي ساساني دؤر سان ڀيٽيو آهي، ان ڪري اها ڳالهه، ماڳ جي وقت ڀيٽڻ لاءِ اوکي ٿي پئي آهي.

**چوٿون دؤر:** هن دؤر جي (وٿن) شين ۾ جسامت وارا ۽ سهڻي چٽ سان ٿانوَ ملن ٿا. پينل، ڪرچيل ۽ رسيءَ نما چٽَ وارو ٺڪر به هن دؤر مان مليو آهي. اهي ٿانو شايد ٻڌ دؤر جا آهن. ان کانسواءِ گهنڊيدار چٽ وارو ٺڪ پيشن وارو ۽ ڳاڙهي تي ڪاري ليڪي وارو ٺڪر به مليو آهي، پر ڪرچيل ٺڪر گهڻي تعداد ۾ ملي ٿو هتان اسلامي دؤر جو ٺڪر نه ٿو ملي.

**دبستان مذاهب** (ڪتاب): دنيا جي سڀني مذهبن بابت هڪ تفصيلي ڪتاب 1064هه/ 1654ع ۽ 1067ع/ 1657ع جي وچولي عرصي ۾ فارسي ٻوليءَ ۾ لکيو ويو. هن ڪتاب ۾ مختلف مذهبن جي مڪمل معلومات آهي. 'بيان الاديان' (ڇهين صدي هجريءَ/ ٻارهين عيسويءَ) کان پوءِ مذهبي معلومات بابت لکيل ڪتابن ۾ سڀ کان جامع ۽ مستند ڪتاب 'دبستان مذاهب' آهي. 'بيان الاديان' ۾ واقعا ته صحيح آهن. پر تمام مختصر آهن. 'بيان الاديان' ۽ 'دبستان مذاهب' جي وچ واري عرصي ۾ 'تبصرة العلوام' ڪتاب لکيو ويو جيڪو پڻ گهڻو مشهور ٿيو دبستان مذاهب لکڻ وقت مصنف مختلف مذهبن جي عقيدت بابت ڪتابن کان سواءِ ذاتي مشاهدن تي زور ڏئي تحقيق ڪري ڪتاب لکيو آهي. ڪتاب ۾ سڀ کان پهرين پارسي مذهب جي مڪمل معلومات ڏنل آهي. ان کان پوءِ تبتين، يهودين، عيسائين ۽ دهرين بابت معلومات گڏ ڪئي وئي آهي. تنهن کان پوءِ اسلام ۽ ان جي مختلف فرقن بابت ۽ سڀ کان آخر ۾ فلسفين ۽ صوفين بابت تفصيلي معلومات ڏنل آهي. هن ڪتاب جي مصنف بابت گهڻو تضاد آهي. پراڻن قلمي نسخن مان گهڻن تي مصنف جو نالو محسن فاني ڇاپايل آهي ۽ باقي ٿورن تي پارسي مذهب جي روشن خيال پيروڪار سراج الدين آرزو جو نالو مصنف طور ڇاپايل آهي. ڪن مورخن هن ڪتاب جو مصنف مويد شاهه/ ملا شاهه ڄاڻايو آهي.

**دبگير** (ذات): دبگير سنڌ جي هڪ ذات آهي. هن ذات وارا تيل ۽ گيهه کي محفوظ رکڻ لاءِ چمڙي مان برنيون ۽ ڪپ ناهيندا آهن. هنن کي 'ڪُپساز' به چيو ويندو آهي. دبگير ذات مسلمان توڙي هندن ۾ ملي ٿي، جيڪي مختلف طبقن ۾ ورهايل آهن. انهن ۾ دهلي وال، داري، موچي، سِريت ۽ بينگڙ مشهور آهن. ان کان سواءِ هن ذات جي ٻين هندو نُکن ۾ بينسي، تُلگر، گولي والا، جاتي، ڪانوجيئا ۽ مسلمانن ۾ 'پنجابي' اچي وڃن ٿا.

خير محمد ٻرڙي پنهنجي ڪتاب 'ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا' ۾ دبگيرن کي 'دبگر' لکيو آهي. سندس چوڻ موجب: "هي چمڙي جا ڪاريگر آهن، جيڪي جوٽيجن جو هڪ پاڙو آهن. هنن کي چمار به چون ٿا. هن ذات وارا پنجاب ۽ اترين علائقن ۾ رهن ٿا." پنجاب ۾ ساڳيو ڪم ڪندڙ دبگر خوجا، چمرنگ ۽ ڇهڙا سڏجن ٿا. اترين علائقن ۾ به هن ذات وارا ڇڳي تعداد ۾ رهن ٿا، جتي هي داري، سري پٽ ۽ بيگنار سڏجن ٿا.

هنن جون شاديون عام هندن وانگر ٿينديون آهن. منجهن ڪنهن حد تائين خاندان کان ٻاهر به شاديءَ جو رواج آهي. هن ذات وارا هندو 'پنچون پير' جي پوڄا ڪندا آهن، جنهن جي مزار تي هو ڪنڊ ۽ مرچ رکندا آهن. جيڪڏهن مٿن ڪا وڏي مصيبت ايندي آهي ته پوريون، مٺائي ۽ ٻَڪر به قربان ڪندا آهن. سنڌ ۾ به دبگير ذات مشهور آهي، جيڪي مسلمان آهن. جن جي گهڻائي ٺٽي ۾ رهي ٿي. سندن نالي سان ٺٽي جي مشهور 'دبگير مسجد' به آهي.

**دبگير مسجد:** ٺٽي ۾ دبگير مسجد خسرو خان چرڪس 1588ع ۾ ٺهرائي هئي. هن مسجد جو نالو دبگير ان ڪري پيو، جو اتي دبگيرن جو پاڙو هو هن وقت هيءَ مسجد شهر کان ٻاهر آهي، جنهن مان اندازو ٿئي ٿو ته ڪڏهن ٺٽو شهر ان مسجد جي اوڀر طرف به آباد هو هيءَ مسجد مستطيل شڪل جي ڊگهي عمارت آهي. مسجد جي 1910ع ڌاري سطح مٿي ڪئي

وئي هئي تہ جيئن سنڌوءَ جي اٿل ۾ ٻوڙ هيٺ نہ اچي سگهي. هيءَ پٿرن جي بنياد تي بيهاريل سرن جي مسجد آهي. دبگير مسجد کي ٽي گنبذ وارا هال آهن. جيڪي ترخاني انداز جي مسجد جو خاص نمونو آهن. مسجد کي اوڀر پاسي احاطو آهي ۽ وچئين مرڪزي هال ۾ اٺ ڪنڊي جي اڌ تي مشتمل محراب آهي. محراب جي ٻنهي پاسن کان اڌ گنبذي ننڍا محراب رکيا ويا آهن. مرڪزي محراب جي پر ۾ خوبصورت اُڪر وارو پٿر آهي. وڏي هال ۾ محراب جي ونگ کي هڪ گنبذ آهي ۽ پٿرن تي قرآني آيتون تحرير آهن.



ونگن جي سطح کان هيٺ چئني پاسن کان عربي تحرير آهي، جيڪا گهري نيري فرش تي اڇي رنگ ۾ لکيل آهي. دبگير مسجد جو گنبذ هاڻي ڊهي چڪو آهي. ان جي ٻاهرئين پاسي اٺ پاسائين ڏيڍي هئي. مسجد جي اندر اشيءَ جي آرائش هئي. پر وارن گوشن يا هالن جي ننڍن گنبذن تي بہ ڪاشيءَ جي آرائش هئي. هن مسجد جو پهريون پيش امام خطيب ۽ متولي سيد ابو المڪارم کي مقرر ڪيو ويو، جيڪو وڏو بزرگ ٿي گذريو آهي. هُو مسجد ۾ ئي رهندو هو. جنهن ڪانپوءِ سندس اولاد مان ئي مسجد جا پيش امام ٿيندا اچن ٿا.

**دبئي** (Dubai): گڏيل عرب امارات جو مشهور شهر دبئي، ايراني نار (Persian Gulf) جي ڏکڻ ۾ عربي اُپٻيٽ (Arabian Peninsula) تي واقع آهي. دبئي گڏيل عرب امارات جي سيني رياستن کان ايراضيءَ ۽ آباديءَ جي لحاظ کان ٻئي نمبر تي وڏي رياست آهي.

دبئيءَ جو اصل لفظ ڪٿان اخذ ٿيو ان متعلق ڪيترائي رايا آهن. ڪي لسانيات جا ماهر ۽ مؤرخ ان کي عربيءَ مان نڪتل چون ٿا تہ ڪي وري فارسيءَ مان نڪتل سمجهن ٿا. نامياري محقق 'فيڊرل هئنڊبل' مطابق 'دبئي' لفظ 'دبا' مان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي 'لُڏڻ'. مشهور شاعر ۽ عالم 'احمد محمد عبيد' بہ سندس ڳالهہ سان متفق آهي، پر هو ان لفظ جي متبادل معنيٰ 'مڪڙ' ٻڌائي ٿو.

دبئيءَ جا اصل رهاڪو ڪير هئا ۽ ڪٿان کان اچي اُتي آباد ٿيا هئا، ان بابت ڪا مستند ڄاڻ نہ آهي، پر هتي جا ڪجهہ قديم شهر اوڀر ۽ اولهہ سان تجارت ڪندا هئا. هتان اسلام کان اڳ جون مٽيءَ مان ٺهيل شيون بہ دريافت ڪيون ويون آهن، جيڪي 3 کان 4 صديءَ اڳ جون لڳن ٿيون. هتي جا ماڻهو اسلام نافذ ٿيڻ کان اڳ 'باجَرَ' جي پوڄا ڪندا هئا. تنهن دؤر ۾ هن خطي تي ساسانين جو قبضو هو ان ڪانپوءِ اُموي خلافت جي دؤر ۾ ساسانين کي هتان ڌڪي ڪڍيو ويو. اڄ بہ اموي خلافت جي دؤر حڪومت جا ڪجهہ عنصر دبئيءَ جي عجائب گهرن ۾ ملن ٿا. 1799ع ڌاري هتي دبئيءَ نالي هڪ ننڍو ڳوٺ آباد هو جنهن ڪانپوءِ اوڻيهين صديءَ جي شروعات ۾ دبئيءَ جو بنياد 'بني يَسِڪلان' قبيلي وڌو.

ان دؤر ۾ دبئي هر معاملي ۾ ابوظهبيءَ تي ڀاڙيندو هو جنهن ڪانپوءِ آهستي آهستي دبئي ترقيءَ ڏانهن قدم وڌايا. ايراني سرحد ويجهي هئڻ سبب دبئيءَ کي وڏي اهميت حاصل ٿي ۽ هتي ٻاهرين سيڙپڪاري وڌي. 1930ع تائين دبئيءَ کي موتين جي تجارت جي ڪري ڄاتو ويندو هو. ٻي مهاڀاري لڙائيءَ ڪانپوءِ اها صنعت تقريباً تباهہ ٿي وئي، جنهنڪري دبئي شهر بيهر معاشي طور پُٺتي پئجي ويو. گهڻن سالن جي ڪوشش ڪانپوءِ 1971ع ڌاري دبئيءَ ۾ تيل دريافت ٿيو جنهنڪري هڪ دفعو بيهر هتي ٻاهرين سيڙپڪارن دلچسپي وٺڻ شروع ڪئي. 2 ڊسمبر 1971ع تي دبئي، ابوظهبيءَ ۽ عرب امارات جي ٻين پنجن رياستن سان گڏجي، گڏيل عرب امارات جو بنياد وڌو. 1973ع ۾ دبئي عرب امارات جي ٻين رياستن سان گڏجي هڪ گڏيل سڪو بہ متعارف ڪرايو. جنهن کي UAE Dirham چيو ويو. 1990ع ڌاري گلف جنگ (Gulf War) سبب هڪ دفعو بيهر دبئيءَ کي اقتصادي حوالي سان نقصان پهتو. سبب اهو هو تہ ڪشيده حالتن سبب ٻاهرين سيڙپڪاري رڪجي وئي. بعد ۾ جڏهن جنگ بند ٿي تہ دبئي جلدي انهن مسئلن مان نجات حاصل ڪري پنهنجي حالت کي مستحڪم بنائڻ شروع ڪيو.



دبئيءَ جون سرحدون ڏکڻ ۾ ابوظهبي، اتر اوڀر ۾ شارجا ۽ ڏکڻ اوڀر ۾ 'سلطنت اومان' سان ملن ٿيون. دبئي در حقيقت عربي ريگستان ۾ آهي ۽ اتر ۾ 'هجر جبلن' جو پهاڙي سلسلو اٿس، جيڪو دبئيءَ جي 'اومان واري سرحد' سان وڃي لڳي ٿو هتي کي بہ فطري نديون نہ آهن، گهڻي ڀاڱي واريءَ جا ڍڙا آهن. هتي جي آبهوا سخت گرم، خشڪ ۽ سياري ۾ بہ تقريباً ايترو سيءُ نہ پوندو آهي. اڄڪلهہ دبئي هڪ عالمي تجارتي مرڪز آهي. دبئي جي معاشي ترقيءَ جو انحصار تيل جي صنعت، سير ۽ سياحت (Tourism) ملڪيت جي خريد و فروخت (Real Estate) تي آهي. دبئيءَ جي حڪومت هڪ آئيني بادشاهت واري طرز جي آهي، جتي 1833ع کان

وٽي المختوم خاندان جي حڪومت هلندي پئي اچي. هتي جو موجوده حڪمران ’شيخ محمد بن راشد المختوم‘ آهي، جيڪو گڏيل عرب امارتن جو وزيراعظم ۽ نائب صدر آهي. هو گڏيل عرب امارات جي سپريم ڪائونسل جو ميمبر به آهي.

1954ع ۾ دبئيءَ جي حڪمران راشد بن سعيد المختوم ’شهر کي منظم طريقي سان هلائڻ لاءِ دبئي ميونسپالٽيءَ جو بنياد رکيو. ان کانسواءِ 1956ع ڌاري ’نائف‘ جي آسپاس دبئي ’پوليس فورسز‘ جو پڻ بنياد پيو. گڏيل عرب امارات جي آئين جي آرٽيڪل نمبر 25 ۾ اهو واضح آهي ته ڪنهن به شهريءَ سان سندس ذات، قوميت، مذهب، رنگ ۽ نسل جي بنياد تي ورتاءُ نه ڪيو ويندو ۽ سڀني شهرين کي يڪسان حق حاصل هوندا.

2009ع جي آدمشماريءَ مطابق دبئيءَ جي آبادي 1771000 آهي، جنهن ۾ اڌ آبادي هندستانين جي آهي. هي دنيا جو ويهون نمبر مهانگو شهر آهي ۽ ان جو سڀ کان وڏو تجارتي پائيوار هندستان آهي. ٻاهرين ناڻو ڪمائڻ لاءِ دبئي حڪومت سير ۽ تفريح (Tourism) کي وڌائي رهي آهي. هتي جون اڏاوتون تعميراتي فن جو شاهڪار آهن. 2008ع ڌاري هتي دنيا جي وڏي ۾ وڏي عمارت ’برج خُليفا‘ پڻ ٺهي راس ٿي، جيڪا 154 ماڙ آهي ۽ 829.84 (تقريباً 830) ميٽرن جي بلنديءَ تي آهي. هتي جو مشهور هوٽل ’برج العرب‘ آهي.



دبئيءَ ۾ تعميري فن، ثقافت، موسيقي، رسم رواج، ڪرڪيٽ ۽ فوٽ بال کان سواءِ ٻين کيترين ئي راندين جا عالمي مقابلا ٿيندا رهن ٿا، جيڪي هتي جي عوام ۾ گهڻو مقبول آهن. هتي جي پوشاڪ ۾ رواجي ڪپڙن کانسواءِ مغربي جهلڪ عام نظر اچي ٿي. کاڌي ۾ فاسٽ فوڊ، چائينيز ۽ ڏکڻ ايشيا جا کاڌا گهڻو پسند ڪيا وڃن ٿا.

**دبئي**[2]: تعلقي ۽ ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيليان ڳوٺ شامل آهن:

شير خان چانڊيو، ماڪ چانڊيو سليمان پنجابي ۽ ڪرنل مشتاق.

**دبئي**[3]: تعلقي روهڙي ۽ ضلعي سکر جي هڪ ديهه، جنهن ۾ ڪو به ڳوٺ آباد نه آهي.

**دبئي فيسٽيول**: دبئي سرڪار پاران 1995ع کان ’دبئي فيسٽيول‘ نالي هڪ ميلو لڳايو ويندو آهي، جنهن ۾ سڄيءَ دنيا جا ڪيترا ملڪ پرپور حصو وٺندا ۽ مختلف شين جا اسٽال لڳائيندا آهن. دبئيءَ ۾ هر سال ملهائجندڙ هن ميلي ۾ مختلف ملڪ ڪلچرل پروگرام به ڪندا آهن. هن ميلي ۾ سنڌ طرفان هڪ ڌار اسٽال لڳايو ويندو آهي، جنهن ۾ هالا ۾ ٺهندڙ اجرڪ، جنديءَ جي ڪم، پرٽ پريل چولين، لنگين، شالن، کيسن، رلين، ٽوپين وغيره جا اسٽال لڳايا ويندا آهن. هر اسٽال جي حد ۾ هڪ خوبصورت اسٽيج ٺاهي ويندي آهي، جنهن تي هر ملڪ پنهنجي ثقافت کي اجاگر ڪندو آهي. سنڌ جي اسٽيج تي سنڌ جا فنڪار ڳائي خوب داد حاصل ڪندا آهن. مقامي سنڌي لوڪ گيت ’مور ٿو ٽِلي‘، ’هوجمالو‘ وغيره پيش ڪيا ويندا آهن. هن ثقافتي ميلي ۾ سريلنڪا، بنگلاديش، ڀارت، آمريڪا، چين، ايران وغيره ڀرپور نموني حصو وٺندا آهن. هن ميلي لاءِ ’دبئي فيسٽيول سٽي‘ ٺاهي وئي آهي. ان کانسواءِ دبئيءَ ۾ ايئر شو ڊفينس شو به ٿيندا آهن. ايئر شو ۾ سڄيءَ دنيا جون جهازساز ڪمپنيون پنهنجا جهاز ۽ پرزا کڻي اينديون آهن. ڊفينس شو ۾ هٿيارن جو واپار به ٿيندو آهي، جنهن ۾ بندوق کان وٺي ٽينڪن تائين هر قسم جي هٿيارن ۽ فوجي ضرورت جي شين جي نمائش ٿيندي آهي. پاڪستان جي واهه آرڊيننس فيڪٽريءَ پاران تيار ڪيل هٿيار به نمائش لاءِ رکيا ويندا آهن. دبئيءَ ۾ ٿيندڙ هن ثقافتي نمائش ۾ ساليانو ڪربين ڊالرن جو ڪاروبار ٿيندو آهي.

**دُبي**: تعلقي ۽ ضلعي دادوءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڪريم داد لنڊ، محمد خان چانڊيو، کچي، جکريجا، محمد عمر پنهور، ساٽي ماڇي، غلام قادر ماڇي، گل حسن ماڇي، ايوب ماڇي، حاجي ميان داد لاشاري، نبن شاهه، لالڏنو شاهه، الهوسايو لنڊ، حاجي زرڪ خاصخيلي، حاجي ڪبير خاصخيلي ۽ غلام پنهور.

**دبيار**: دبيار جهرڪ ويجهو هڪ قديم خطو آهي. لفظ دوبيار ’دو آبيار‘ مان نڪتل آهي. قديم دور ۾ هي سنڌو درياهه جو دو آبو رهيو آهي. دبيار کي ٽن طرفن کان جابلو علائقو آهي. فقط هڪ طرف ڏکڻ کان ڪڇي جو علائقو لڳي ٿو جتان هن وقت سنڌو درياهه فقط ٽي ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آهي. حيدرآباد کان ٺٽي ويندڙ رستو به انهي علائقي وٽان گذري ٿو. هن علائقي ۾ شاهه اسماعيل جو قبرستان ۽ هزارين سال آڳاٽو ماڳ ’ماجيراءِ جي ماڙي‘ پڻ آهن. ٽالپرن جي دور ۾ ڏکڻ طرف کان سنڌو درياهه جي پاڻيءَ کي روڪڻ لاءِ بچاءُ بند ڏنو ويو، تنهن کان پوءِ هي علائقو باقاعدي زرعي علائقو آهي. دبيار جي علائقي مان ئي ساپاهه (سپاهه) واهه وهي ٿو.

ڪن تاريخدانن جو رايو آهي ته سڪندراعظم سنڌ فتح ڪرڻ بعد واپس ويندي، هتي ڪجهه وقت پنهنجي فوج ترسائي هئي، تنهنڪري هن واهه تي نالو سپاهه پيو. دبيار جي علائقي ۾ ئي مخدوم نوح رح جو ڪوٽ هو هتي مخدوم لطف الله عرف لاکي پير جو مقبرو به آهي، جيڪو شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح جو همعصر شاعر هو هن قبرستان ۾ قديم دور جون قبرون ۽ چوکنڊيون موجود آهن.

دبيار ۾ جماري، ٻبر، شيخ، سيد، ميربحر، سولنگي، چانگ قبيلا رهن ٿا. مشهور اديب، محقق ۽ ڊائريڪٽر ڪلچر ڊاڪٽر محمد علي مانجهي

۽ هن ڳوٺ جو رهاڪو آهي. سُرندي جو مشهور واڄارو آمون ماڇي ۽ هن ئي علائقي سان تعلق رکندو هو. مشهور ڏاڙيل قُل ماڇي ۽ هن ڳوٺ جو ئي گذريو آهي، جيڪو صرف وڏن ماڻهن کي ڦُري غريبن تي هٿ رکندو هو.

**دبير مرزا:** لکنوءَ جي نامور مرثيہ گو شاعر مرزا دبير جو اصل نالو مرزا سلامت علي 'دبير' هو. دبير مرزا 11 جمادي الاول 1218هه/ 29 آگسٽ 1803ع تي دهليءَ ۾ جنم ورتو. سندس والد مرزا غلام حسين، ملا هاشم شيرازيءَ جو پوٽو هو. ملا هاشم شيرازي جڳ مشهور عالم ۽ شاعر اهلي شيرازيءَ جو پياءُ هو. مرزا دبير ننڍپڻ ۾ پيءُ سان گڏ لکنو هليو ويو ۽ اتي ئي تعليم حاصل ڪيائين. لکنئو جي مشهور عالمن وٽ ديني توڙي دنيوي علمن جي سکيا ورتائين. عربي ۽ فارسيءَ ۾ وڏي مهارت حاصل هئس. چوڏهن سالن جي عمر ۾ شاعري شروع ڪيائين. سلام ۽ مرثيي جي سکيا مير مظفر حسين 'ضمير' کان ورتائين. مرثيہ گوئيءَ ۾ ايڏي شهرت حاصل ڪري ورتائين، جو اوڌ جا نواب ۽ سندن دربار جا امير ۽ وزير مرزا دبير جي وڏي عزت ۽ تعظيم ڪندا هئا.



مرزا دبير سڄي زندگي رسول پاڪ ۽ اهل بيت ڪرام جي مدح، ثنا ۽ مرثيي گوئيءَ ۾ بسر ڪئي. مغل بادشاهہ واجد علي شاهہ سندس تمام گهڻي عزت ڪندو هو. 1857ع دوران ڪجهہ عرصي لاءِ سيتاپور ويو هو، جتان پوءِ ڪانپور ۽ عظيم آباد ۾ بہ ڪجهہ عرصو رهيو، پر آخر ۾ لکنوءَ ۾ اچي مقيم ٿيو.

مرزا دبير پرهيزگار، متقي، مهمان نواز، عالم شخص هو. في البديهہ شعر چوڻ ۾ ڪمال رکندو هو. سندس ڪلام ۾ فصاحت، بلاغت ۽ صنعتن جو تمام گهڻو استعمال موجود آهي.

دبير مرزا جون ڪيتريون تصنيفون شايع ٿيل آهن. جن جو تفصيل هن ريت آهي: (1) مراثي دبير (۾ جلد: 1882ع)، (2) دفتر ماتم (1897ع)، (3) مرثيہ هائي مرزا دبير (1882ع)، (4) سبع المثاني (1891ع)، (5) ابواب المصائب (1891ع)، (6) رباعيات دبير (1901ع).

مرزا دبير بابت اها ڳالهہ مشهور آهي تہ هن غزل جا ٻہ ديوان مرتب ڪيا هئا، جن کي اڳتي هلي پاڻ ئي ضايع ڪري ڇڏيائين ۽ ان کان پوءِ ڪڏهن بہ غزل نہ چيائين. مرزا صاحب لکنؤ ۾ 30 محرم الحرام 1292هه/ 8 مارچ 1875ع تي وفات ڪئي. کيس سندس گهر ۾ ئي دفن ڪيو ويو. اهو گهر جنهن هنڌ موجود آهي، ان جو نالو 'ڪوچہ دبير' آهي ۽ اڄ تائين ان نالي سان لکنؤ ۾ مشهور آهي.

سنڌ جي نامور مرثيہ گو شاعرن، جهڙوڪ: مرزا فتح علي بيگ 'فتح'، مير حسن علي خان ٽالپر، مرزا ٻڍل بيگ، مرزا قاسم بيگ، آخوند محمد عالم پنهور، خواجہ ناصر علي، مرزا بنده علي وغيره. مرزا دبير جي گهڻن ئي اردو مرثين جا سنڌيءَ ۾ منظوم ترجما ڪيا آهن.

ان کان سواءِ مرزا دبير جا مرثيہ ۽ سلام عزاداريءَ جي ڏهاڙن ۾ سنڌ جي امام بارگاهن ۾ وڏي عقيدتمنديءَ سان پڙهيا ويندا هئا.

**دبڪي:** دبڪي گول ۽ ٿراڪڙي ٿيش، کجيءَ جي ڦرهن، ڪٽڪ جي سنهڙين تيلين مان ٺهندي آهي ۽ ان تي ماني رکي ويندي آهي. دبڪيءَ جي چوڌاري ڪنار تي پشم يا سٽ جا رنگين ڦُندڻ بہ هنيا ويندا آهن، جنهنڪري اها زيبائتي ۽ وڻندڙ لڳندي آهي. هاڻي پلاسٽڪ ۽ نائيلون



جون دبڪيون بہ عام استعمال ۾ اچن ٿيون، پر اڄڪلهہ ڪٽڪ جي تيلين مان ٺهيل دبڪي گهڻي پسند ۽ استعمال ڪئي ويندي آهي. لاڙ ۽ لاڙ ۾ هن کي ڇٻي ۽ اتر سنڌ ۾ 'ٻنڊي' بہ چيو ويندو آهي.

**دبلي (ديهہ):** تعلقي اباوڙي ۽ ضلعي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جمعو ڪوسو، نوان ڪوسو، رحيم داد ڪوسو، امير بخش ۽ جنگو ڪوسو

**دبلي بيٽ جي جنگ:** 'تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دؤر' ۾ غلام رسول مهر لکي ٿو تہ: "جڏهن ميان نور محمد ڪلهوڙي، صادق محمد خان دائودپوٽي کان شڪارپور فتح ڪيو، تڏهن صادق محمد خان شڪارپور مان نڪري خانپور پهتو، پر اتي بہ ڪلهوڙن چڙهائي ڪئي، جنهن ڪانپوءِ صادق خان اهل و عيال سميت سنڌونديءَ جي هڪ ٻيٽ 'دبلي' ۾ وڃي رهيو.

ميان نور محمد خان ڪلهوڙي شڪارپور ۽ خانپور جي انتظام سنڀالڻ ڪانپوءِ مير شهداد خان ٽالپر کي دبلي ٻيٽ فتح ڪرڻ جو حڪم ڏنو. دبلي ٻيٽ ۾ ڪلهوڙن ۽ دائودپوٽن جي وچ ۾ جنگ لڳي، جنهن ۾ ٻنهي ڌرين جو گهڻو نقصان ٿيو. آخرڪار اُچ جي سجاده نشين دائودپوٽن کي دعوت ڏئي پاڻ وٽ گهرائي ورتو.

1140هه/ 1728ع ۾ دائودپوٽا دبلي ٻيٽ مان نڪري وڃي ملتان جي علائقي ۾ آباد ٿيا، اتي هنن کي ڪجهہ زمينون جاگير ۾ مليون. جڏهن نادر شاهہ افشار ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جي دؤر ۾ سنڌ تي حملو ڪيو، تڏهن نادر شاهہ شڪارپور شهر تي قبضي ڪرڻ ڪانپوءِ شهر دائودپوٽن جي حوالي ڪيو".

**ڊهلي تي چٽڪي** (ڪتاب): هي سنڌ جي نالي واري اديب ۽ براڊڪاسٽر نصير مرزا جو ريڊيائي گيتن تي مشتمل ڪتاب آهي، جنهن ۾ ناليوارن شاعرن: مظفر حسين جوش، علي محمد مجروح، نياز همايونيءَ، سيد منظور نقوي، محمد خان غني، بلاول پرديسي، امداد حسيني، ادل سومري ۽ ٻين جا گيت شامل آهن، جيڪي مختلف سالن ۾ ماسٽر محمد ابراهيم، استاد محمد جمن، روبينہ قريشي، وحيد علي ۽ ٻين فنڪارن جي آوازن ۾ نشر ٿيا هئا. هن ڪتاب جو مهاڳ مرتب خود لکيو آهي. ڪتاب جي ارپنا مصطفيٰ قريشيءَ ۽ روبينہ قريشيءَ جي نالي ڪيل آهي. هي ڪتاب 2010ع ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. ڊبل ڊيمي سائيز جي 32 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 30 روپيا آهي.




**ڏُبي**-1 (ماڳ): ڏُبي، تعلقي ميرواهہ، ضلعي خيرپورميرس جي اچڙي ٿر ۾ واقع آهي. هي پٿر جي دؤر جو صنعتي ماڳ آهي. قديم آثارن جي ماهرن هن ماڳ جو دؤر 20000- 2600 ق. م ڄاڻايو آهي. هن ماڳ جو ذڪر Current Studies on Indus Civilization ڪتاب جي مصنف بہ ڪيو آهي. هيءُ ماڳ ڊبي ڍنڍ ويجهو "22 '40 °68 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ ۽ "27 '08 °27 اتر ويڪرائي ڦاڪ تي موجود آهي. هن ماڳ جي پر ۾ هڪ ڊرينهن آهي،



ڊبي -1 تان مليل پاهڻي اوزار

جنهن جي وارِيءَ هوا لڳڻ سان هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ تائين سفر ڪندي رهندي آهي. هيءُ ماڳ اصل ۾ هڪ ڍب جي لاهيءَ وٽ موجود آهي، جنهن لاءِ قديم آثارن جي ماهرن ڄاڻايو آهي تہ هن ڊرينهن جي ڪري هيءُ ماڳ لٽجي وڃڻ جو امڪان موجود آهي. هن ماڳ تان چقمقي پٿرن جا ٽڪرا بہ ڪجهہ تعداد ۾ مليا آهن. هن ماڳ کي اچڙي ٿر جي قديم آثارن ۾ جوڳي اهميت حاصل آهي، جن ذريعي هتان جي قديم زندگيءَ بابت معلومات ملي ٿي.

**ڊبي** 2 (ماڳ): هيءُ اوائلي پٿر دؤر جو صنعتي ماڳ تعلقي ميرواهہ، ضلعي خيرپور جي اچڙي ٿرواري علائقي ۾ واقع آهي. قديم آثارن جا ماهر هن ماڳ جو دؤر 20000-2600 ق. م ٻڌائين ٿا. ڊبي ڍنڍ جي ايرندي



ڊبي- 2 تان مليل ٺڪرائو

ڪنڌيءَ تي ڍب جي مٿاڇريءَ تي هيءُ ماڳ جاگرافيائي بيهڪ ۾ "27 '08 °27 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ "22 '40 °68 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي آهي. هن جي ويجهو هڪ ڊرينهن آهي، جنهنڪري ماڳ جي لٽجي وڃڻ جو خدشو آهي. ڊرينهن جي ڪري ماڳ جو ڏاکڻيون حصو پورجي ويو آهي. هتان مليل وٿن ۾ چقمقي پٿرن جون چلون، چوڙيون، تيرن جون پڳل اٽيون ۽ ٺڪرائو شامل آهي. هن ماڳ تان ملندڙ ٺڪرائو هاڪڙي جي ماڳن سميت ڪوٽڏيجيءَ تان ملندڙ ٺڪرائي سان هڪجهڙائپ رکي ٿو. هتي ٻين دورن سان واسطو رکندڙ ٺانون جا نمونا ۽ ٺڪر بہ ملن ٿا. هن ماڳ جو تذڪرو 'Current Studies of Indus Civilization' جي مصنف ۽ ايڊيٽر بہ ڪيو آهي، جنهن ۾ هن ماڳ کي اهم ڄاڻايو ويو آهي.

**ڊبي**_3 (ماڳ): هيءُ اوائلي پٿر جي دؤر جو صنعتي ماڳ ضلعي خيرپورميرس جي تعلقي ميرواهہ ۾ اچڙي ٿر جي حدن ۾، ڊبي ڍنڍ جي پر ۾ "25 '08 °27 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ "40 '68 °33 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي موجود آهي. هيءُ ماڳ سنڌو تهذيب جو چيو وڃي ٿو. ڍب جي چوٽيءَ تي واقع هن ماڳ تان ڇڊو، ٽڙيل پکڙيل ٺڪرائو ملي ٿو. هتان ملندڙ وٿن ۾ پٿر جا اوزار، ڪوڏن جا مٽڪا، ٿن ڏار ڏار قسمن جو ٺڪرائو وغيره شامل آهن.



ڊبي- 3 تان مليل ٺڪرائو

هتان ملندڙ ٺڪرائي جا نمونا مختلف آهن. هڪ قسم جو ٺڪر سادو، ٺپيل ۽ چٽيل نموني جو بيو مَهندسي چِٽ نڪتل، پور وچوٽ ليڪن، ٺپڪڙن ۽ مختلف قسمن جي گلن وارو، جڏهن تہ ٽيون سمورو ڪارين ليڪن سان

ڳاڙهي اوچ تي چٽيل ٺڪرائو ملي ٿو. هنن مان ٺپيل ٺڪرائي تي سج ڪرڻن سان ڏيکاريو ويو آهي. ٻين قسمن جو ٺڪرائو به علامتي چٽن وارو معلوم ٿئي ٿو. هتي تلمبا جي اوائلي ماڳ وارو ٺڪر به ملي ٿو.

**دبي** 4 (ماڳ): هيءُ اوائلي دؤر جي صنعتي ماڳن مان هڪ اهم ماڳ اچڙي ٽر، تعلقي ميرواهه، ضلعي خيرپورميرس ۾ دبي ڏنڊ وٽ "48 '7 °27 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ "56 '40 °68 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي واقع آهي. هيءُ ماڳ ڊرب جي چوٽيءَ تي واقع آهي. ماڳ جي مٿاڇري تان ٺيرن جا ٽڪرا ۽ هاڪڙي تهذيب جي سلسلي جو ٺڪرائو پڪڙيل ملي ٿو.



دبي-4 تان مليل پاهڻي اوزار

هيءُ ماڳ هتي موجود ٻين ماڳن وانگر خاص اهميت رکي ٿو. هي دبي، ڏنڊ جي پر ۾ هئڻ سبب هن کي 'دبي ماڳ' جي نالي سان لکيو ويو آهي. ڏنڊ کان 200 ميٽرن جي مفاصلي تي موجود هن ماڳ تان وڏي تعداد ۾ پٿر جي دور جي اوزارن جا ٽڪرا، ٽڪنڊا، چقمقي پٽ، چوڙيون، ٺيرن جا ڦڻ، چقمقي پٿرن جا ٻي ڊولا ٽڪرا، هٿ تي گهڙيل ٺڪرائو ٿانون جا ٽوٽا ۽ چَڪ تي لٺل ٺڪرائو ملي ٿو. هتي ملنڌڙ ٺڪرائي تي ڳاڙهي مٿان ڪارا ليڪا نقش ٿيل آهن.

ماهرن موجب هيءُ ٺڪرائو سنڌو تهذيب جو آهي. هن ماڳ جو ذڪر Current Studies on Indus civilization vol:II ۽ 'سنڌ جي قديم آثارن جي ڊائريڪٽريءَ' ۾ پڻ موجود آهي.

**دبي**_5 (Dubi-5: ماڳ): هيءُ پٿر جي اوائلي دؤر جو ماڳ آهي، جيڪو پٿر جي اوزارن ٺاهڻ جو ڪارخانو معلوم ٿئي ٿو. هيءُ ماڳ تعلقي ميرواهه، ضلعي خيرپورميرس جي اچڙي ٽرواري پاڳي ۾ دبي ڏنڊ لڳ "3 '08 °27 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ "48 '40 °68 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي



دبي- 5 تان مليل پٿر جي ٺيرن جون اُٽيون

موجود آهي. هيءُ ماڳ ڊرب جي چوٽيءَ تي آهي. هتان باڪري واري ڏنڊ چٽي نظر اچي ٿي، جيڪا ماڳ جي ويجهو آهي. هتان دڙي جي مٿاڇري تان ڪيٽريون ثقافتي وٿون ملن ٿيون، جن ۾ خاص طور: ننڍن توڙي وڏن پٿر جي اوزارن جا ٽڪرا، چوڙيون، ٺيرن جون اٽيون، ڇهنبدار اوزار، ٽامي جا ٽڪرا، ڪوڏن جون چوڙيون، ٺڪر جا مجسما، ٺڪر جون چوڙيون، چپترا گول مٽيا وغيره شامل آهن. هتان ملنڌڙ ٺڪرائو چڪ تي لٺل ۽ هٿ جو ٺهيل معلوم ٿئي ٿو. هٿ سان ٺهيل ٺڪرائو مٽيءَ ۾ پٿرين جي سنهي پور ملائي ان مٿان ليپو ڏنل صورت ۾ ملي ٿو. هن قسم جو ٺڪرائو هاڪڙي تهذيب سان مشابهت رکي ٿو. چڪ تي لٺل ٺڪر ڪوٽڏيجيءَ مان مليل ٺڪر جهڙو آهي. هن ماڳ تان مليل وڏي تعداد ۾ ثقافتي وٿون اچڙي ٽر جي تهذيب کي سمجهڻ ۾ مدد ڏين ٿيون.

**دبي** -6 (Dubi-6): اوائلي پٿر جي دؤر ۽ سنڌو تهذيب جو هي قديم صنعتي ماڳ، ماهرن جي چوڻ موجب 20000- 2600 ق. م جو آهي. هيءُ ماڳ تعلقي ميرواهه (ضلعي خيرپورميرس) جي اچڙي ٽرواري علائقي ۾ دبي ڏنڊ جي ڪنڌيءَ تي موجود آهي. جاگرافيائي لحاظ کان سنڌ جو هي قديم ماڳ "23 '08 °27 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ "41 '40 °68 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي واقع آهي. هتان ٺيرن جون اُٽيون جهجهي تعداد ۾ مليون



دبي- 6 تان مليل پٿر جا اوزار

آهن، جن مان ڪي ثابت ۽ ڪي ڀڳل آهن. هن ماڳ تان ڪجھ تعداد ۾ پٿر جا اوزار به مليا آهن. جيڪي سائيز ۾ ننڍا آهن. هتي ٺڪرائو به پڪڙيل آهي. ماڳ تان ٺيرن جون 30 کن اٽيون مليون آهن. جڏهن ته هن ماڳ جي الهندي ڪنڌ تي ڪجھ ڇهنبدار اوزار به مليا آهن.

قديم آثارن جي ڪن ماهرن هن ماڳ کي ڊاهي وارو هنڌ قرار ڏنو آهي ۽ قوي امڪان آهي ته هيءُ دبي-4 ماڳ جي هڪ شاخ آهي. هن ماڳ جو ذڪر Current Studies on Indus Civilization ڪتاب ۽ 'سنڌ جي قديم آثارن جي ڊائريڪٽريءَ' ۾ ٿيل آهي.

**دبي**-7 (Dubi-7): هيءُ ماڳ به اوائلي پٿر جي دؤر ۽ سنڌو تهذيب سان واسطو رکندڙ صنعتي ماڳ، تعلقي ميرواهه، ضلعي خيرپورميرس جي اچڙي ٽر ۾ دبي ڏنڊ ۽ دُبي- 5 ماڳ وٽ هڪ ڊرينهن جي پرسان "17 '08 °27 اتر ڊگهائي ڦاڪ ۽ "30 '40 °68 ڊگريون اوڀر ويڪرائي ڦاڪ تي موجود آهي.

هيءَ ماڳ دٻ جي لاهيءَ تي واقع آهي. جتان ننڍا پٿر جا گڏيل اوزار مليا آهن. انهن اوزارن ڪانسواءِ ڪمايل پٿر جا پتا، ٺڪر جا نمونا، ڪوڏن جون چوڙيون وغيره به مليون آهن. هتان هڪ خاص قسم جي چوڙي به هٿ آئي آهي، جنهن ۾ سوراخ آهن. ان قسم جا زيور اڄڪلهه جوڳي پائين ٿا. هتي ملنڊڙ پٿر جا اوزار هڪ ئي پٿر مان گهڙيل آهن. پٿر جي اوزارن ۾: پٿر جي چل، چريون، سراهي، ڪرچئو، سوراخ ڪيڻ جا اوزار پڻ هٿ آيا آهن. هتي مختلف نمونن جو ٺڪرائو پکڙيل آهي، ان ٺڪرائي ۾ گهڻي ٺڪر تي اڪثر سينگار لاءِ ڳاڙهي اوچي تي ڪارو ليڪو آهي، جيڪو سنڌو تهذيب سان واسطو رکي ٿو.

هن ماڳ تان مليل وٿون اڄڙي ٿر ۾ اسريل تهذيب بابت چڱي معلومات فراهم ڪن ٿيون. هن ماڳ جو ذڪر Current Studies in Indus Civilization جي مصنف ڪيو آهي.

**دٻي جاگير**: تعلقي ۽ ضلعي دادوءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ پيريو لنڊ ۽ ميرو لنڊ نالي به ڳوٺ آباد آهن.

**دٻي جي لڙائي**: دٻي ۽ مياڻيءَ جون لڙايون، انگريزن جي سنڌ تي قبضي سان واسطو رکن ٿيون. 17 فيبروري 1843ع تي، جمعي جي ڏينهن ٽالپرن ۽ انگريزن جي وچ ۾ مياڻيءَ جي ميدان تي مشهور لڙائي ٿي. هن ڏينهن سنڌ جي آزادي کسجي وئي. چارلس نيپيئر چالاڪيءَ ۽ دوکيبازي سان، سنڌ جي تڏهوڪي حاڪم مير نصير خان ٽالپر کي سندس سؤٽن، پٽن، پاڻيٽين ۽ پائرن سميت قيد ڪيو. مير حڪمرانن تي مياڻيءَ جي شڪست

دٻي جي جنگ جو نقشو
24 مارچ 1843ع



جو اهڙو ته اثر پيو جو سندن دفاع ۽ مقابلي جون سموريون تدبيرون مات ٿي ويون. مياڻيءَ واري جنگ جي ڏينهن ۾ ميرپور جو والي شير سنڌ، مير شير محمد خان به اچي ويجهو پهتو هو پر ميجر آئوٽرام اٽڪل ڪري ڪيس پلٽي موٽايو. ٽڪل انگريزي فوج تي بروقت مير شير محمد خان حملو ڪري ها ته شايد معاملو سنڌ جي فائدي ۾ ٺهي ها. ان هوندي به، ڪيس يقين هو ته چارلس نيپيئر مير صوبدار خان کي حيدرآباد جو والي مقرر ڪندو.



خيرپور جو والي مير علي مراد، جيڪو انگريزن جي فوج جو سالاري ٿي پنهنجن کي مارائي رهيو هو هن مير شير محمد خان کي چارلس نيپيئر جي چوڻ تي جنگ کان گهٽو روڪيو پر مير شير محمد خان جنگ لاءِ تيار ٿي بيٺو. انهيءَ دوران هوش محمد قنبراڻيءَ (هوشو شيديءَ) ۽ ساٿين سميت حيدرآباد مان مير صاحبن جي ڏيرن پاران موڪليل ترار ۽ پيغام سميت اچي مير شير محمد خان وٽ پهتو. انهيءَ خط ۾ مير صاحبن جي ڏيرن، شير محمد خان کي لکيو ته: "ادا! هيءَ ننگ جي ترار آهي. جيڪا اوهان ڏانهن موڪلي اٿئون. اسان نياڻين پاران اوهان کي عرض آهي ته جيڪڏهن ڪا رنجش آهي ته ان کي درگذر ڪيو. جيئن اڳ اوهان جو ڏاڏو مير فتح خان، مير بهرام خان ۽ مير صوبدار خان جي شهادت ڪانپوءِ ڪلهوڙن سان وڙهيو ۽ ننگن جو نگهبان ٿيو. تيئن اوهان به اڄ اهو ننگ سڄاڻي اسان جي مردن کي انگريزن جي قيد مان آزاد ڪرايو."

مير صاحبن جي انهن ڏيرن مان هڪ مير شير محمد خان جي ڀيڻ هئي، جيڪا مير محمد خان ٽالپر جي گهرواري هئي، پر حيدرآباد جي قلعي ۾ قرلت وقت جڏهن مير صوبدار خان به گرفتار ٿيو هو، تڏهن مير شير محمد خان کي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي هئي ۽ مير نصير خان جي پاچائي، مير نور محمد خان جي بيگم کان هڪ لک روپيا اڌارا وٺي، وڏيڪ لشڪر گڏ ڪرڻ لڳو ان ڪانسواءِ مياڻيءَ جي لڙائيءَ جا شڪست کاڌل بلوچ سپاهي به وٽس گڏ ٿيندا ويا. اها حالت ڏسي نيپيئر کي ڳڻتي ورائي وئي ۽ هن مير شير محمد خان کي 3 مارچ تي خط لکي موڪليو ته تون شڪست کاڌل بلوچ سپاهين تي پروسو ڪري فوج گڏ ڪري رهيو آهين، اها سراسر تنهنجي غلطي آهي. ان ڪري نيڪ صلاح اها آهي ته حيدرآباد ۾ اچي منهنجي آڏو پيش پئ. هيءَ صورت ۾ توکي سخت سزا ڏني ويندي."

مير شير محمد خان کي حيدرآباد جي ميرن سان ٿيل هلت جي سچي خبر هئي، سو ڪيئن ٿي سرچارلس نيپيئر آڏو پيش پيو انهيءَ وچ ۾ مير شير محمد وٽ ڏيهه هزار سپاهي اچي گڏ ٿيا. سر چارلس نيپيئر اها خبر ٻڌي، خط ذريعي لارڊ ايلنبرو کي حقيقتن کان آگاهه ڪيو. جنهن فيروزپور ڇانوڻيءَ کان توبخانو ۽ پيادي فوج سنڌ ڏانهن موڪلي. ان کان سواءِ هن سکر مان مخصوص (Reserve) فوج گهرائڻ جو به بندوبست ڪيو ۽ بمبئي سرڪار کي بحري فوج موڪلڻ لاءِ لکيو نيپيئر کي آهستي آهستي گرم موسم

دبي جي لڙائي

جي سختيءَ بہ خوف هو. ان ڪان سواءِ مير شير محمد جي مقابلي لاءِ ڪافي فوج نہ هئڻ سبب، نيپيئر ڪي امدادي فوج جي انتظار ۾ لاچار ترسڻو پيو. پنهنجي آسانيءَ لاءِ هن جي مرضي هئي تہ مير شير محمد حيدرآباد جي ويجهو اچي جنگ ڪري تہ چڱو. انهيءَ وچ ۾ هوشو شيدي بہ پنهنجن ساٿين سميت اچي مير شير محمد خان سان گڏيو. آخر 15 مارچ تي مير شير محمد خان، حيدرآباد ڪان 12 ميلن جي پنڌ تي ناريجاڻيءَ وٽ پهچي، نيپيئر ڏانهن پنهنجي ايلچيءَ هٿان پيغام موڪليو تہ جيڪڏهن تون مال غنيمت واپس ڪندين ۽ قيدي ميرن ڪي آزاد ڪندين تہ، آءٌ بنا شرط جي توڪي ملڪ ڇڏي وڃڻ جي اجازت ڏيندس. سفيرن جيئن اهو پيغام نيپيئر ڪي پهچايو تيئن انگريز ڇانوڻيءَ مان شام جو توب جو آواز گونجيو. نيپيئر توب ڏانهن اشارو ڪري ايلچين ڪي چيو: ”اهو آهي منهنجي طرفان اوهان جي پيغام جو جواب.“ اهڙو سخت جواب ٻڌي مير شير محمد خان اجا بہ وڌيڪ سپاهين جي ڀرتي ڪرڻ لڳو. نيپيئر پڻ ڪئپٽن اسٽئڪ جي فوج جو منتظر هو جيڪا سکر ڪان حيدرآباد اچڻي هئي، جنهن ۾ 1500 سپاهي ۽ 5 توبون شامل هيون. جيتوڻيڪ 18 مارچ تي سکر مان هيڙن رستي 21 ديسي پيادي فوج پهچي وئي. پر تنهن هوندي بہ هو اسٽئڪ جي فوج جو منتظر هو.

نيپيئر 18 مارچ تي روزنامچي ۾ لکيو آهي تہ: ”مير شير محمد خان هن وقت ٽنڊي جام ۾ (ناريجاڻي) جنهن هنڌ منزل انداز آهي. اهو هنڌ مقابلي ڪرڻ لاءِ مياڻيءَ ڪان بہ ڏکيو آهي.“ هن حيدرآباد جو قلعو بحري فوج جي حوالي ڪري، سنڌن مدد لاءِ مير علي مراد خان ۽ آغا حسن علي خان جي ماڻهن ڪي ٻن توبن سميت ڇڏيو. ان سان گڏ قيدي ميرن ڪي ڇانوڻيءَ مان ڪڍي هٿياربند جهازن ۾ رکيو ويو. جيڪي بحري فوج جي نگرانيءَ هيٺ هئا. ان وچ ۾ روهڙيءَ ڪان متيارين وٽ ڪئپٽن اسٽئڪ بہ اچي رسيو. جيتوڻيڪ ڪيس ميجر ڪليبارن لکي موڪليو هو تہ: ”جتي بہ هجو اتي ترسي پئو“. پر جنرل ڪيس اڳتي وڌڻ جو حڪم ڪيو. هيڏانهن سکر ڪان پيادي فوج ۽ توبخانو درياهہ رستي اچي حيدرآباد ۾ لٿا. هاڻ نيپيئر وڌيڪ فوج جو انتظار ڪرڻ مناسب نہ سمجهي، پنهنجيءَ فوج جو معائنو ڪيو. جنهن ۾ پنج هزار پيادا سپاهي، 1100 سوار ۽ سترهن توبون هيون. فوج جو معائنو ڪرڻ وقت، مير شير محمد خان جي سفيرن چارلس نيپيئر ڪي مير شير محمد جو نياپو ڏنو. جنهن ۾ ڪيس پيش پوڻ لاءِ چيو ويو هو. جنهن تي جنرل پنهنجيءَ فوج ڏانهن اشارو ڪندي چيو تہ: ”جيڪي ڏسو ٿا، سو وڃي پنهنجي مير صاحب ڪي ٻڌايو.“ لڙائيءَ واريءَ رات جنرل 2 بجي تائين انهن سفيرن سان ڳالهيون ڪيون، پر ڪجهہ بہ نہ وريو. جنرل، مير شير محمد بابت سوچيو تہ هو ٽنڊي جام، هوسڙي يا دُبي ۾ ڪنهن بہ هنڌ منزل انداز هوندو. 23 مارچ جي شام جو جنرل پنهنجيءَ فوج ڪي قليليءَ طرف ڪوچ ڪرڻ جو حڪم ڪيو. 24 مارچ جي صبح جو ساڻس ٻي فوج بہ اچي ملي، جنهن ۾ پيادا سپاهي ۽ توبخانو هو.

جنرل جي فوج جي دستي جو سربراهہ جنرل جيڪب هو. جنهن حيدرآباد جي اپرندي طرف ڪوچ ڪيو. ڪيس رستي ۾ خبر پئي تہ مير صاحب ٽنڊي جام جي بدران، 2 ميل پري منزل ڪئي آهي. نيپيئر جيڪب ڪي رُخ ڦيرائڻ لاءِ هدايت ڪندي پاڻ بہ سنڌس پويان روانو ٿيو. پر جيڪب ڪي جلد ئي مير شير محمد جي منزل جي خبر پئجي وئي، جا پوزيشن اتر ڪان ڏکڻ طرف ٿي وئي. جيڪب پنهنجي فوجي رسالي سان بلوچن جي سامهون پهچي، نيپيئر ڪي لکي موڪليو. هينئر فوج مياڻيءَ واريءَ فوج ڪان نرالي انداز ۾ هئي. انهيءَ وچ ۾ بلوچن جيڪب جي فوجي رسالي تي 11 توبن سان هڪ ئي وقت ۾ گولن جو وسڪارو ڪيو. چارلس نيپيئر بہ اچي اتي پهتو. دبي جي لڙائي، مياڻيءَ جي لڙائيءَ ڪان مختلف هئي. مير صاحب جي فوج تدبرواري پئي لڳي. بلوچ سپاهي اٽڪل 200 وال انگريزي فوج ڪان پري هئا. نيپيئر مير شير محمد خان جي فوج ۽ لڙائيءَ جي ميدان ڪي چڪاسڻ لاءِ ليفٽيننٽ براڻون، ڪئپٽن هل ۽ ميجر وڊنگٽن ڪي موڪليو، جن بندوق باز لشڪر جي پوري معلومات حاصل ڪري، نيپيئر ڪي اطلاع ڏنو. جنهن تي نيپيئر توبخاني ڪي اڳتي وڌڻ جو حڪم ڏنو. انگريزي فوج هيٺينءَ ريت صف آرا هئي:

**ساڄي پاسي:** 25- بمبئي، 21- بمبئي پيادي فوج ۽ توبون، جن سان گڏ ڇيڙي تي 3- بمبئي لائيٽ سوار سپاهي ۽ سنڌ هارس. **سامهون:** 22- ريجيمينٽ ۽ 11 توبون. **کابي پاسي:** پونا مددي سپاهي ۽ 9 بنگال لائيٽ سوار فوج.



دبيءَ جي جنگ جو منظر

بلوچ سپاهي مياڻيءَ واري ميدان ڪان منفرد، مختلف ۽ نئين انداز ۾ بيٺل هئا. نيپيئر لڙائيءَ جي ميدان ڪان متاثر ٿي، بلوچ سپاهين تي گولن جي برسات وسائڻ جو حڪم ڪيو. مير شير محمد خان جي فوج ۽ توبخانو بہ وڏو ڪم ڪري رهيو هو پر اوچتو انگريزي فوج جا اڇلايل گولا مير صاحب جي بارود جي مٽان اچي ڪريا، جنهنڪري ڪيترا بلوچ سپاهي مارجي ويا ۽ فوج جي صفن ۾ بي ترتيبي شروع ٿي وئي. اتي مير صاحب انگريزي فوج جي کابي پاسي اجا پنهنجي پوزيشن ئي نہ سنڀالي هئي تہ نيپيئر قليليءَ جي ڀريان هڪ ڳوٺ سمجهي، سوارن ۽ توبخاني ڪي اوڏانهن وڌڻ جو حڪم ڏئي حملو ڪرايو. پر اهي بلوچن جي مزاحمت ۽ بهادري ڏسي، پٺتي موٽيا. اهڙيءَ نازڪ حالت ۾ ڪئپٽن ليسليءَ مير جي فوج جي کابي پاسي ۽ وچ تي حملي ڪرڻ لاءِ وڏي انگريزي توبخانو سنڀاليو. جنهنڪري مير صاحب جي فوج جو وچيون حصو سنڌن گولن جو نشانو ٿيو. اتي مير صاحب جي فوج جا ماڻهو وچ مان نڪري ساڄي پاسي ٿيا، جنهن تي نيپيئر سنڌن وچ وارو حصو مضبوط نہ سمجهي مٿن حملي جي تياري ڪئي. پياديءَ فوج ڪي حڪم ڏنو ويو تہ کبي پاسي

بلوچن تي حملو ڪن. 3 سوار فوج ۽ سنڌ هارس کي حڪم ٿيو ته پيادي فوج جي مدد لاءِ تيار رهن. اتي 22- پيادا فوج ۽ گهوڙن جو توبخانو به اڳتي وڌيو. هيءَ اها فوج هئي، جنهن مياڻيءَ واري لڙائيءَ ۾ فتح حاصل ڪئي هئي. اتي ناريجن جي ڳوٺ مان بلوچ سپاهين انگريزي فوج تي جوابي حملو سخت بندوقبازيءَ سان، وڏڙي مينهن وانگر شروع ڪيو. ان سان انگريزي فوج جي لائيٽ ڪمپنيءَ جو اڌ حصو مارجي ويو. نيپيئر هن مصيبت خيز منظر کي ڏسي، حملي کي تبديل ڪرڻ تمام مشڪل سمجهيو. ڪيس خبر پئي ته سنڌس ساڄي پاسي واري سوار فوج حملي ڪرڻ لاءِ تيار آهي. نيپيئر ان جي معائني ڪرڻ لاءِ اجا اڳتي وڌيو ته ان وچ ۾ مير صاحب جي فوج بندوقبازي بند ڪئي. جيتوڻيڪ هارس فورس دستو وچ ڏانهن وڌيو، پر بلوچن تي قبضو ڪري نه سگهيو اتي يقين ٿيو ته بلوچ پنهنجيءَ انهيءَ پوزيشن کي هٿ مان نه ڇڏيندا. جنرل حالتن کان بيحد متاثر ٿي ڏاڍو گهبرائجي ويو. اتي مرضي ٿيس ته بلوچ فوج کي منتشر ڪريان. سنڌس اها چالاڪي اڳتي هلي ڪاريگر ثابت ٿي.



مصور حفيظ قريشيءَ جي تيار ڪيل هوشو شيديءَ جي خيالي تصوير

بلوچ فوج جو وڏو حصو ڪئپٽن ليسليءَ جي حملي سبب وچ ڇڏي ڪاهي پاسي هليو ويو. برٽش فوج وجهه وٺي بلوچ فوج کي پنهنجي حملي سان مونجهاري ۾ وجهي ڇڏيو. جان جيڪب، ڪئپٽن ڊيلامين ۽ ڪئپٽن اسٽئڪ پنهنجن سوارن سان اڳتي وڌيا، پر فوج کي خطري ۾ ڏسي، جلدائيءَ سان ڦليليءَ جو پيٽ لتاڙي، مٿي چڙهي، ٻئي ڪناري تي پهتا ته مير صاحب جي ڪاهي طرف واريءَ فوج کي سامهون ڏٺائون. هنن ٽنهي فوجي عملدارن مياڻيءَ جي ميدان ۾ پنهنجي بهادري ڏيکاري هئي. بلوچ سپاهين تي هنن اهڙو نه اوچتو ۽ تيز حملو ڪيو جو ڪين هٿيار سنڀالڻ به مشڪل ٿي پيا ۽ انگريزي گهوڙي سوار، بلوچ سپاهين جي وچ واري حصي ۾ وڃي پهتا، جنهنڪري هو ساڄي ۽ ڪاهي پاسي منتشر ٿي ويا. بلڪ بلوچ فوج ڇڙوڇڙ ٿي مارجي وئي.

هاڻي برٽش فوج مير صاحب جي سوارن تي حملو ڪيو. نيپيئر کي پڪ ٿي ته جيڪڏهن اهو حملو ڪامياب ٿيو ته فتح يقيناً سنڌس ٿيندي. ان وچ ۾ انگريزي گهوڙن جو توبخانو پياديءَ فوج جي مدد لاءِ وڃي رسيو ليفٽيننٽ سمٿ، جيڪو انهن جو سالار هو سؤ ان وقت ته مارجي ويو پر ناريجن جي ڳوٺ وارو رستو کوليو ويو. جنرل 22 نمبر فوج کي پنهنجيءَ ڪمان ۾ ڪيو اتي بلوچ فوج مياڻن مان تلوارون ڪڍي وڏيءَ بهادريءَ سان وڙهي. مير شير محمد خان پاڻ به بهادريءَ سان تلوار هلائي رهيو هو. نظاماڻي ۽ لغاري قبيلن جا بهادر سپاهي پنهنجا سر ترريءَ تي رکي پئي وڙهيا. نيپيئر جي 22 نمبر فوج جي مدد لاءِ 25 نمبر فوج به اچي رسي ۽ گهمسان جي لڙائي هلي رهي هئي. بلوچ سپاهين پنهنجي غيرت ۽ وفاداريءَ سبب سر ٽوڙ مقابلو ڪيو. سنڌن توبخانو پڻ حرڪت ۾ آيو. جنهن سبب 2 نمبر فوج جا ڪيترا سپاهي مارجي ويا. انهن به ڪيترا بلوچ سپاهي ماري وڌا. هاڻي فتح جو مدار انهيءَ وچ واري مقابلي تي هو. جيتوڻيڪ برٽش فوج ڪمزور ٿي چڪي هئي، پر بلوچ سپاهي به نه اپڙي سگهيا. ايتري ۾ ميجر هِٽ جي سالاريءَ هيٺ 25 نمبر توبخاني اڳتي وڌي مير صاحب جي توبخاني تي قبضو ڪيو. هٽ جي پنيان وٺليءَ جو توبخانو به اچي رسيو. هوش محمد شيديءَ، مير شير محمد خان جو سپهه سالار ٿي، پنهنجن ساٿين سان لڙائيءَ جي ميدان ۾ وڏي بي جگريءَ سان وڙهي رهيو هو. هوش محمد پهرين مير صوبدار خان جو خاص نوڪر هو. جنهن مير صوبدار خان کي مياڻيءَ واري لڙائيءَ لاءِ گهٽوئي آماده ڪيو، پر مير صاحب نه مڃيو. ان تي هوشو کيس ڇڏي پنهنجن ساٿين سميت مياڻيءَ ۽ دبي جي لڙائين ۾ پنهنجو خاص ڪردار ادا ڪيو ۽ آخري لڙائيءَ ۾ شهيد ٿي ويو.

نيپيئر، شهيد هوش محمد بابت لکيو آهي: ”مياڻيءَ ۽ دبي وارين لڙائين ۾، هڪ سپهه سالار، جو ساراهه لائق آهي، تنهن پنهجي لڙاين ۾ جڻ روح ڦوڪي ڇڏيو. هوش محمد شيدي، حبشي غلام، دل جو بهادر هو. هيءُ ۽ سنڌس پائر، جيڪي ميرن جا خاص نوڪر هئا، مياڻيءَ جي لڙائيءَ ڪانپوءِ پاڻ اسان جي سپرد ڪرڻ بجاءِ وڃي مير شير محمد خان سان مليا. هوش محمد دبي جي لڙائيءَ ۾ بهادريءَ سان وڙهندي، 22 ريجيمنٽ جي ڪرچن هٿان مارجي ويو. دراصل هوش محمد جي شهيد ٿيڻ ڪانپوءِ دبي جي لڙائيءَ ۾ مير شير محمد خان لاءِ شڪست جا آثار نمودار ٿيا. ان ڪري ڪيترا بلوچ گهوڙيسوار، ميدان ڇڏي ڀڄي ويا.“ در حقيقت لڙائي ختم ٿي چڪي هئي، پر ناريجن جي ڳوٺ مان بلوچن انگريزن تي لاڳيتو توبزني پئي ڪئي. ايتريقدر جو نيپيئر جي اڳيان به گولو اچي ڪريو ۽ هو خوشقسمتيءَ سان بچي ويو. بلوچن وڏي بهادري ڏيکاري، پر سنڌن آخري پناهگاهه، ناريجن جو ڳوٺ هو سو به وڃائي منتشر ٿي ويا. ناريجن جو ڳوٺ تباهه ۽ برباد حالت ۾ انگريزن جي قبضي ۾ اچي ويو.

لڙائيءَ ۾ فتح ٿيڻ سبب، انگريزي فوج نيپيئر جي مرحبا خوشيءَ جي ٽن آوازن سان ڪئي، مرزا عطا محمد شڪارپوري، جيڪو ان زماني ۾ موجود هو، پنهنجي ڪتاب 'تازه نوائي معارڪ' ۾ دبي واري لڙائيءَ بابت لکي ٿو ته: "مياڻيءَ واري لڙائيءَ ڪانپوءِ حيدرآباد جي ميرن کي نيپيئر جڏهن قيد ڪيو، تڏهن ميرپور جي والي مير شير محمد خان پنهنجي وڏيءَ فوج ۽ توبخاني سان نيپيئر جي مقابلي لاءِ حيدرآباد روانو ٿيو. انگريزي فوج به آئي ۽ وڏي مقابلي واري جنگ لڳي. پهرين شهيد هوش محمد ميدان ۾ آيو. جيتوڻيڪ سا‍ڻس هڪ فوجي دستو هو، جنهن وڏي بهادري ڏيکاري، پر هوش محمد لڙائي ڪندي شهيد ٿيو. جنهن ڪانپوءِ مير غلام علي ابن مير عبدالله ٽالپر، رحيم خان ٽالپر، ڪمال خان مري ۽ نوحاڻي بلوچ 300 سپاهين سميت ميدان جنگ ۾ وڏي جوش ۽ خروش سان وڙهڻ ڪئي. انگريزي فوج جو چڱو حصو ختم ڪيائون، جنهن تي نيپيئر ڪاوڙ ۾ اچي پنهنجي مٿي جا وار پٽڻ لڳو. انهيءَ وچ ۾ انگريزي فوج درهم برهم ٿي وڃي ها، پر اوچتو طوفان لڳو ۽ محمد خان ٺوڙهو، جيڪو انگريزن جي صلاح موجب مير شير خان سان ميدان جنگ ۾ آيو هو، تنهن ان وقت غداريءَ جو مظاهرو ڪندي مير صاحب جي بارود کي باهه ڏئي ڇڏي. پوءِ هو پاڻ ۽ خان محمد بن مير غلام علي خان ٽالپر ۽ غلام محمد لغاري، ٽئي واهه جو ترو ڏئي ڀڳا، جنهن سبب لشڪر ۾ پريشاني ٿي ۽ مير شير محمد خان به اها حالت ڏسي، ميدان کي ڇهن توبن سميت ڇڏي وڃي نصرپور نڪتو."

دبي جي لڙائي ڪل ٽي ڪلاڪ هلي، 12 بجي تائين منجهند جو جڏهن سج ڪاپار تي آيو ته ميرن جي اقبال تي زوال آيو. مير شير محمد خان پهرين ميرپورخاص پهتو ۽ ان کان پوءِ عمرڪوٽ ويو. 4 اپريل تي ليفٽيننٽ برائون عمرڪوٽ فتح ڪري قلعي ۾ داخل ٿيو ۽ 8 اپريل تي نيپيئر به موٽي حيدرآباد آيو. عمرڪوٽ جي فتح ڪانپوءِ سموري سنڌ انگريزن جي قبضي ۾ اچي وئي. آگسٽ 1843ع ۾، سنڌ کي برٽش انڊيا حڪومت سان ملايو ويو ۽ سنڌ جو پهريون گورنر سر چارلس نيپيئر کي بڻايو ويو.



جرنل هوش محمد شيديءَ جي مزار

منشي آوتراءِ پٽ صاحبراءِ آزاد ملڪاڻي، مير صوبدار خان جو منشي هو. مياڻيءَ واري جنگ جي فتح ٿيڻ واري ڏينهن، 17 فبروري 1843ع تي شام جو هو مير صوبدار خان طرفان سونن ٿالهن ۾ مٺايون ۽ سوغاتون چارلس نيپيئر ڏانهن ڪٺي ويو هو. تنهن سال 1896ع ۾ وڪٽوريا لائبرري حيدرآباد لاءِ 'ميرن جي صاحبيءَ جي آخري ڏينهن جو احوال' لکيو هو. جيڪو 1937ع ۾ راءِ بهادر هوتچند ڇپايو. ڪتاب جي ڇهاڙيءَ ۾ صفحي 61 تي دُبي جي لڙائيءَ بابت تمام مختصر احوال ۽ انڊي مگٿهار جا سرندي تي ڳايل بيت ڏنل آهن. ان جو بيان مير عطا محمد شڪارپوريءَ جي احوال سان ملندڙ جلندڙ آهي، پر اُن ۾ ڪي واقعاتي سهوون به آهن.

[شاهنامهءِ سنڌ: مير حسن علي ٽالپر يادرفتگان: مير حُسين علي، تاريخ ٽالپر: مرزا عباس علي بيگ.]



ثقافت کاتي جو هوشو شيدي يادگار ۽ دُبي جي جنگ ۾ مري ويل انگريز سپاهين جو يادگار

**دت:** تعلقي ۽ ضلعي ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

عمر ڪاتيار، حسين سمون، آرو سمون، خدا ڏنو شاهه، ماڇين جو ڳوٺ، الياس ڪوسو، غلام علي شاهه ۽ عارب شاهه.

**دجال:** اسلامي اصطلاح ۾ دجال مان مراد ڪوڙو مسيح آهي ۽ ان جو دجل (فريب) جادوگري، ڪوڙ ۽ ٺڳي آهي. دجال لاءِ چيو ويجي ٿو ته آخري زماني ۾ ظاهر ٿيندو ۽ خدا هئڻ جي دعويٰ ڪندو. دجال جي ظاهر ٿيڻ کي قيامت جي نشانين مان هڪ سمجهيو ويو آهي. دجال بابت چيو ويجي ٿو ته پهرين عراق ۽ شام جي وچ ۾ ظاهر ٿيندو ۽ نبوت جي دعويٰ ڪندو ۽ پوءِ اصفهان ويندو، جتي هو خدائيءَ جي دعويٰ ڪندو ۽ ستر هزار يهودي سندس پوئلڳي ڪندا. دجال جي ظاهر ٿيڻ کان اڳ ۾ تمام گهڻو ڏڪار ٿيندو ۽ ماڻهو سخت تڪليفن ۾ ايندا. دجال جي شڪل ۽ صورت به حديثن ۾ بيان ٿيل آهي ته هو ڪاڻو هوندو ۽ سندس هڪ اک ۾ ڦري هوندي، جيڪا سائي شيشي وانگر ڏسڻ ۾ ايندي. ان جا وار گهنڊيدار هوندا. ٽڙي ويڪري هوندس. سندس نرڙ تي ڪافر لکيل هوندو. سندس رنگ ڳاڙهاڻ مائل ۽ جسم بي ڊولو ۽ ٿلهو هوندو. دجال وٽ هڪ باغ هوندو، جنهن کي هو جنت چوندو ۽ باهه هوندي، جنهن کي دوزخ چوندو. ان جي هٿان عادت ۽ فطرت جي خلاف ڳالهيون ظاهر ٿينديون. جيئن آسمان مان مينهن وسائڻ، شيطانن کي ماڻهن جي ماءُ پيءُ جي شڪلين ۾ زمين مان ڪڍڻ ۽ هوا ۾ تري ڏيکارڻ، جيئن هوا ۾ ڪکر هلندا آهن. هو سڄي دنيا فتح ڪري وٺندو، پر مڪي ۽ مديني تي قبضو نه ڪري سگهندو. دجال جي فساد ۽ فتني جي مدت چاليهه ڏينهن، چاليهه مهينا يا چاليهه سال هوندي. ان ڪانپوءِ حضرت عيسيٰ عليه السلام دمشق جي جامع مسجد جي اولاهين مناري تي اچي لهندو ۽ 'لد' (بيت المقدس) واري هنڌ دجال کي قتل ڪندو.

**دجلہ ندي** (Tigris River): هيءَ ندي اوپر ترڪيءَ مان نڪري عراق کان وهندي فرات درياهہ سان ملي ٿي. دجلا جي ڪل ڊيگهہ 1900 ڪلوميٽر آهي ۽ هيءَ 1،100،000 چورس ڪلوميٽرن کان وڌيڪ ايراضيءَ کي سيراب ڪري ٿي. قديم وقت ۾ دجلہ ۽ فرات جي وچ وارو علائقو دنيا جي شروعاتي شهري تهذيبن جي عڪاسي ڪندڙ هو. ڪيترائي ننڍا ننڍا درياهہ بہ عراق ۾ دجلہ درياهہ ۾ اچي ملندا هئا. درياهہ جي ڪناري تي آباد وڏن



شهرن ۾ درياهہ بڪر (ترڪي) موصل ۽ بغداد (عراق) آهن. درياهہ گهڻو گهرو آهي، ان ڪري ان ۾ رڳو ٻيڙيون ئي هلي سگهن ٿيون. اشوريہ جي قديم گاديءَ جي هنڌ نينوه جا آثار دجلہ نديءَ جي ڪناري تي موجود آهن.

**دُخان** (سورة): سورة دُخان قرآن مجيد جي 44هين سورت آهي. هيءَ سورت مڪي ۾ نازل ٿي، جنهن ۾ 3 رڪوع ۽ 59 آيتون آهن. دخان جو عام مطلب دونهون آهي، پر هن سورت ۾ ان جو مطلب ڏڪار يا سوڪهڙو ورتو ويو آهي. جڏهن مڪي جي قريشين جي مخالفت حد کان وڌي وئي تڏهن پاڻ ڪريمن صلي الله عليہ وسلم، الله تعاليٰ کان دعا گهري تہ يا رب العالمين! حضرت يوسف عليہ السلام جي دور جهڙو ڏڪار آڻي منهنجي بہ مدد فرماءِ تہ متان ان سوڪهڙي مان سبق پرائي مڪي جا ڪافر توکي ڀاڄائين. الله تعاليٰ پاڻ ڪريمن ﷺ جي دعا قبول فرمائي ۽ پوري علائقي ۾ زبردست ڏڪار پيو ۽ ماڻهو سخت پريشان ٿي پيا. تان جو قريشن ابو سفيان کي پاڻ ڪريمن ﷺ جن جي خدمت ۾ موڪليو ۽ ان اچي ڪين دعا لاءِ عرض ڪيو جيئن ماڻهن کي ان مصيبت کان نجات ملي. انهيءَ موقعي تي هيءَ سورت نازل ٿي.

هن سورت ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ قرآن مجيد پاڻ ڪريمن صلي الله عليہ وسلم جو هٿ جو ٺهيل ڪتاب ناهي. هي هڪ مبارڪ ڳالهہ آهي تہ الله تعاليٰ توهان جي هدايت لاءِ هڪ رسول ۽ ڪتاب موڪليو ۽ هاڻي جو اوهان هن غلط فهميءَ ۾ ڦاٿا آهيو تہ اوهان رسول الله ۽ هن ڪتاب سان وڙهي ڪٽي ويندؤ، سو بلڪل غلط آهي. اوهان اهو بہ مڃو ٿا تہ هن پوري ڪائنات جو خالق ۽ مالڪ الله تعاليٰ آهي ۽ زندگي ۽ موت جو مختيار بہ ان کي مڃيو ٿا، پوءِ بہ اوهان ٻين کي معبود ناهيو ٿا. حقيقت ۾ اوهان جو رب هڪ ئي آهي، جنهن جي توهان کي بندگي ڪرڻ گهرجي. اهي ڳالهيون سمجهائڻ کان پوءِ ڏڪار جي معاملي ۾ ڌيان ڇڪايو ويو آهي ۽ رسول الله صلي الله عليہ وسلم کي ٻڌايو ويو آهي تہ ماڻهو اهڙين ننڍين ننڍين مصيبتن کان ڪٿي ٿا سبق پرائين. متن هاڻي عذاب ٽري بہ ويو تہ وري اهي ساڳيءَ ريت آڪڙجي ويندا.

ان سلسلي ۾ فرعون ۽ سندس قوم جو مثال ڏنو ويو آهي تہ بار بار تنبيهہ جي باوجود بہ اهي سمجهي نہ سگهيا. نيٺ فرعون ۽ سندس قوم هميشہ لاءِ عبرت جو نمونو ٿي رهجي ويا. هن سورت جي پڇاڙيءَ ۾ آخرت بابت بحث ڪيو ويو آهي ۽ ٻڌايو ويو آهي تہ دنيا هڪ حڪمت ڀريو نظام آهي. اها ڪيڏاڙيءَ جو رانديڪو ناهي. مالڪ وٽ هر شخص جواب ڏيڻ جو پابند آهي، جيڪي ماڻهو مجرم هوندا، تن جو انجام گهڻو خراب ٿيندو ۽ جيڪي چڱا عمل ڪندا، سي ڪامياب ٿيندا.

**دخاڻي**: تعلقي ميهڙ، ضلعي دادوءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

مهاڻا ڳوٺ، پرڊاهي، هارون سوڍو، حاجي واهہ ۽ عطا محمد جانوري.

**دخمو** (Dakhma): دخمو اويستا ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ 'ماٺ جو منارو' (Tower of Silence) آهي. دخمو سِرن يا پٿرن جو ٺهيل هڪ منارو ٿئي ٿو جيڪو کوهہ جي شڪل جو هوندو آهي، جنهن جي مٿان لوهي سيخن جي جاري لڳل هوندي آهي، جنهن تي پارسي مذهب وارا پنهنجا مُرڊا رکندا آهن. دخما ڪنهن مٿانهين جاءِ يا ٽڪريءَ جي چوٽيءَ تي اڏيا ويندا آهن. دخمو 25 فوٽ اوچو ٿيندو آهي. اُن تان ڳجهون، سرٽيون، ڪانوَ ۽ ٻيا پکي مُردن جو گوشت کائي ڇڏيندا آهن ۽ هڏا اُن کوهہ نما مينار جي تري ۾ وڃي گڏ ٿيندا آهن. پارسي مذهب وارا لاش کي پورڻ



يا ساڙڻ کي گناهہ سمجهندا آهن. ايران ۽ ڀارت کان سواءِ سنڌ ۾ ان قسم جا دخما ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد ۾ موجود آهن، جن کي 'آگياري' بہ چون ٿا.

(ڏسو: آگياري، جلد پهريون)

**ددڙ**: ديهہ ددڙ، تعلقي ڪنڊڪوٽ، ضلعي ڪشمور ۾ واقع آهي.

**دُڏُ/ دُڏُڪڳو**: هي مڇيءَ جو هڪ قسم آهي. هيءَ مڇي ڪائبي آهي، پر ڪا خاص لذت ڪا نہ اٿس. دُڏُڪڳي جي نسل واري مڇي ماڃر جي ڍنڍن ۾ ملي ٿي.

**دُرَ**: ڪنن ۾ پائڻ جو ڪ زيور آهي. هيءُ دراصل فارسي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ 'هيرو' آگيڊر. 18 صدي عيسويءَ ڌاري افغان حاڪم احمد شاهہ ابدالي، جيڪو نادر شاهہ ڪانپوءِ حاڪم بڻيو، سو پاڻ کي 'دُر- دؤران' يعني وقت جو هيرو يا موتي 'سڏائيندو هو سنڌيءَ ۾ 'دُرِ' لفظ ان ڪري مشهور ٿي عمل ۾ آيو جو سنڌي عورتون ڪنن جي دُرن ۾ سَچا هيرا جڙائينديون هيون. پٺاڻن ۾ اَتن (Atan) نالي هڪ لوڪ ناچ ٿيندو آهي، جنهن ۾ سڀ جوان ڇوڪريون شامل ٿينديون آهن. هيءُ ناچ بهار جي موسم ۾ ٿيندو

آهي. هن ناچ ۾ شامل ٿيندڙ هر ڇوڪريءَ کي 'دُرِ خاني' (يعني ان راند جي مکيہ ڇوڪري) چيو ويندو آهي.

**دراب پٽيل، جسٽس:** (ڏسو: پٽيل، دراب، جسٽس، جلد ٽيون).

**دُراپو:** تعلقي ناري ۽ ضلعي خيرپور جي هڪ ديهہ جو نالو. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

درمحمد ابو پوٽو، دودو پنيرو، صوف پنهيار ۽ محمد حسن پنهيار.

**درازا (شهر):** سنڌ جو تاريخي شهر درازا، ضلعي خيرپور ميرس، تعلقي گنبٽ ۾ سپرهاءِ وي سان لڳولڳ اولهہ ۾ واقع آهي. هن شهر کي سنڌ جي اهم ڪلاسيڪي ۽ صوفي شاعر حضرت سچل سرمست رحہ جي نسبت سان نهايت اهم مقام حاصل آهي. هن شهر ۾ صدين کان درازي صوفي بزرگن جي گادي هلندي پئي اچي. درازي درويشن جو مورث اعليٰ ميان شهاب الدين 92هہ ۾ عراق مان سنڌ ۾ آيو. جنهن جي خاندان جي پهرئين پيڙهيءَ جي نهايت اهم بزرگ ميان محمد جي اولاد مان ميان نورالدين جا ٻہ فرزند ميان ابوسعيد ۽ ميان بدرالدين 665هہ ڌاري سيوهڻ مان لڏي اچي ڳاڳن جي پرڳڻي تعلقي گمبٽ جي موجوده شهر درازا ۾ مقيم ٿيا. درازن جي درگاهہ جو باني ميان صاحب ڏنو موراڳي هو. جنهن شاهہ عبدالله جيلانيءَ کان فيض ورتو.



درازا ۾ سچل سرمست جي روضي جو ڏيک

هن شهر کي صوفيائي تعليم جي مرڪز جي حيثيت حاصل رهي آهي. جتان درازي بزرگن سموريءَ سنڌ جي صوفي فڪر بابت مرڪزيت جو ڪردار ادا ڪيو. دارازا شريف ۾ ميان ابو سعيد 'صاحبڏني' پاران درگاهہ جو بنياد وجهڻ بعد ترتيبوار هيٺيان بزرگ گادي نشين ٿيا: 'ميان عبدالحق' (1213هہ/ 1798ع- 1120هہ/ 1708ع)، 'ميان قبول محمد' (وفات: 1245هہ/1809ع)، 'ميان نظر محمد' (1252هہ/ 1836ع- 1201هہ/ 1786ع)، 'ميان نجم الدين' (1272هہ/1855ع- 1239هہ/ 1823ع)، 'ميان قبول محمد ثاني' (1343هہ/ 1924ع - 1261هہ/ 1845ع)، 'ميان صاحبڏنو ثاني' (1350هہ/ 1931ع- 1307هہ/ 1889ع)، 'ميان قبول محمد ثالث' (1232هہ/ 1816ع- 1371هہ/ 1951ع)، 'ميان عبدالحق ثاني' (1952ع) ۽ 'تاجپوش'، 'سخي قبول محمد فاروقي' ۽ 'سچل سرمست' (1241هہ/ 1826ع- 1152هہ/ 1739ع) درگاهہ جو خليفو رهيو. جيڪو ٻہ وٽس مريد ٿيڻ لاءِ ايندو هو تہ پاڻ ان کي ميان عبدالحق يا سخي قبول محمد وٽ وٺي ويندو هو.

اوائلي وقت ۾ درازا هڪ ننڍڙو ڳوٺ هو. هن وقت هتي هڪ وسيع شهر ٺهي ويو آهي. هتي درازي بزرگن جي مزارن سميت سچل سرمست جو روضو واقع آهي. جتي هر سال عرس جي موقعي تي ميلو لڳي ٿو جنهن ۾ محفل سماع سميت ادبي ڪانفرنس بہ ٿيندي آهي. مشهور راڳي سهراب فقير هن درگاهہ جي خاص راڳين مان ٿي گذريو آهي. تازو ثقافت کاتي، حڪومت سنڌ، سچل سرمست جي درگاهہ جي مرمت ۽ تجديد ڪئي آهي ۽ سچل ڪامپليڪس تيار ڪرايو آهي. جتي هر سال ڪانفرنس ٿيندي آهي.

**درازا جو مدرسو:** درازا مدرسو ضلعي خيرپور ميرس جي ڳوٺ درازا، تعلقي گنبٽ ۾ ميرن جي حڪومت دوران قائم ٿيو هن مدرسي کي ميان صاحبڏني فاروقيءَ قائم ڪيو هو مدرسي ۾ ديني تعليم ڏني ويندي هئي. ميان صاحب ڏني جي وفات بعد ميان عبدالحق ۽ سندس جانشين جي ڪوششن سان ڪافي وقت تائين هيءُ مدرسو قائم رهيو.

**درازا شريف** 1: تعلقي گنبٽ ۽ ضلعي خيرپور جي هڪ ديهہ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

درازا شريف، درمحمد درويش، حاجي ۽ وزير جوڻيجو.

**درازا شريف** 2: تعلقي گنبٽ، ضلعي خيرپور ميرس جي هڪ ديهہ. جنهن ۾ وريو چوهاڻ ۽ جوڻيجا نالي سان ٻہ ڳوٺ آباد آهن.

**درازا شريف** 3: تعلقي گنبٽ، ضلعي خيرپور ميرس جي هڪ ديهہ. جنهن ۾ هڪ ڳوٺ وڏهر نالي شامل آهي.

**درازي، راضي سائين:** لاهور جي سنڌي صوفي شاعر. بزرگ راضي سائين درازيءَ جو اصل نالو محمد حسن ولد ڪريم بخش هو. سندس جنم 1915ع ڌاري خيرپور پرسان پير جي ڳوٺ ۾ ٿيو. سندس والد بہ وقت جو عالم ۽ نيڪ ٻانهو هو. راضي سائينءَ کي پنهنجي والد گهوٽڪيءَ جي هڪ بزرگ ڪرم الله وٽ پڙهڻ لاءِ ويهاريو. جتان قرآن شريف ترجمي ۽ تفسير سان حفظ ڪيائين. هن شروعاتي سنڌي تعليم بہ اتي ئي حاصل ڪئي. هن جي اتي هڪ خوبصورت سيد زادي جمن



شاهہ سان دوستي ۽ محبت رهي. اوچتو جمن شاهہ وفات ڪري ويو تہ راضي سائين سندس فراق ۾ صفا ديوانو ٿي پيو. سترهن ڏينهن تائين سندس قبر سان چنبڙي آهہ زاري ڪندو رهيو. جڏهن ڪجهہ سامت ۾ آيو تہ حقيقي عشق الاهيءَ جي طلب ۽ مرشد ڪامل حاصل ڪرڻ جو خيال پيدا ٿيس. هو سنڌ ڇڏي ملتان ويو. جتان دهليءَ روانو ٿيو. جنهن بعد اڳري ويو ۽ اُتان اجمير ۾ معين الدين چشتيءَ جي عرس ۾ شريڪ ٿي. اتي ڪيترن فقيرن، درويشن ۽ صوفين سان روح رهاڻيون ڪيائين. ڪجهہ عرصو اُتي رهڻ بعد واپس سنڌ وريو مست حال ۽ بيخوديءَ جي عالم ۾ هر شيءِ کان بيزار. تنهائيءَ ۾ خلق کان پري، ويران جڳهن ۽ جهنگن ۾ رهڻ لڳو. ان وقت سندس عمر ارڙهن سال مس هئي. آخر طريقت جو رستو اختيار ڪرڻ لاءِ

مستي ۽ مجذوبيءَ واري حالت ۾ بغداد شريف لاءِ پنڌ پيو ۽ سخي محمد شفيع ناريوال جو طالب ٿيو. سرڪاري ٽپيدار هو پر ملازمت جي پرواهه نه ڪيائين. تصوف جي رنگ ۾ رڱجي سچل سرمست جي درگاهه اچي وسايائين. جتي 14 سال فقير ٿي رهيو. بعد ۾ درگاهه جي جانشين سخي قبول محمد جي حڪم تي ضعيف ماءُ جي خدمت لاءِ پنجاب ويو. داتا دربار ۾ حاضريءَ دوران سندس ملاقات هڪ بزرگ سان ٿي، جنهن کيس ’راضي سائين درازي‘ نالو ڏنو ۽ مرشد جي حڪم تي ڪجهه پنڌ تي پنهنجو آستانو اڏيائين. راضي سائينءَ کي ننڍپڻ کان شاعريءَ جو شوق هو. راڳ ۾ سماع کي پسند ڪندو هو. سنڌي، سرائيڪي، پنجابي، فارسي ۽ اردوءَ ۾ شاعري ڪيائين. سندس عارفاڻو ڪلام ’ديوان عشق‘ جي نالي سان ۽ سندس عارفانه ڳالهين ۽ تقريرن تي مشتمل ٻه ڪتاب ’فرح الفقر‘ ۽ ’اسم ذات جسم فقير‘ عنوان سان سندس پوئلڳ فقير خيال الله سهيڙي شايع ڪرايا. هيءُ بزرگ 11 ڊسمبر 1975ع تي ڏگهي علالت بعد وفات ڪري ويو. کيس پنهنجي آستاني ۾ دفن ڪيو ويو. سندس درگاهه دارا الفقراء لاهور پرسان ملتان روڊ تي چوهنگ ۾ آهي. سندس عقيدتمند، فقير، جيٺ جي نائين ۽ ڏهين تاريخ تي مقبري تي ’جيٺ ميلو‘ ملهائيندا آهن.

**درازي سخي قبول محمد (اول)**: خواجه عبدالحق درازيءَ جو وڏو فرزند سخي قبول محمد اول، والد جي وفات کان پوءِ درگاهه جي مسند تي ويٺو. هن 1181هه مطابق 1767ع ۾ جنم ورتو. سچل سرمست، سخي قبول محمد جي مسند نشين ٿيڻ کان پوءِ کيس پنهنجو مرشد مڃيو ۽ پاڻ سندس وڏو خليفو ٿيو. سخي سائين نهايت سخي، رحمدل، متقي ۽ پرهيزگار هو. کيس سخا جي ڪري ئي ’سخيءَ‘ جي لقب سان سڏيو ويندو هو.

سخي قبول محمد شعر به چوندو هو، پر هن وقت سندس ڪلام ناپيد آهي. فقط هڪ بيت هٿ اچي سگهيو آهي، جيڪو قادر بخش بيدل جي ڪتاب ’سند الموحدين‘ ۾ آيل آهي، جنهن تي به ڪيترن محققن کي اختلاف آهي. اهو بيت هن ريت آهي:

جامن تي جامان، پرين پهري آئيو
ڪامان ڙي ڪامان، ڪيڏو لڪ ڪريم ڪيو

سخي سائينءَ 1245هه مطابق 1829ع ۾ وفات ڪئي. سخي سائينءَ جي وفات کان ٽي سال اڳ سچل سرمست جهان ڇڏيو هو.

**درازي، سخي قبول محمد فاروقي** (ٻيو): ناميارو صوفي درويش ميان سخي قبول محمد فاروقي (ٻيو) ولد ميان نجم الدين 1261هه مطابق 1842ع ۾ جنم ورتو. ڏهن سالن جي ننڍڙيءَ عمر ۾ ئي درازي درگاهه جو گادي نشين ٿيو. هي درويش هڪ سخي دل هوندو هو. جيڪو به نذرانو وغيره کيس ملندو هو، سو اُتي جو اُتي ئي غريبن ۽ مسڪينن کي ڏئي ڇڏيندو هو. ايتري قدر جو پنهنجن ڪڙمين کان زمين جي بٽئي به نه وٺندو هو. ان هوندي به سندس لنگر ائين پهرجاري رهندو هو. سخي قبول محمد جي مريدن ۾ مسلمان توڙي هندو شامل هئا. سندس زندگيءَ ۾ درگاهه تي راڳ ۽ وِراڳ جون محفلون اڳ کان به وڌيڪ ٿيڻ لڳيون. ڪيترا انگريز به هن درگاهه جي هاڪ ٻڌي سخي قبول محمد جا اچي مريد ٿيا. سخي قبول محمد (ثاني) کي چار فرزند: ميان محمد بچل، ميان نظر محمد (ثاني)، ميان صاحبڏنو (ثاني) ۽ ميان رسم علي هئا. هن درويش 23 ذوالقعد 1343هه مطابق 1924ع ۾ وفات ڪئي.

**درازي سخي قبول محمد (ٽيون)**: سخي قبول محمد (ٻئي) جي فرزند ميان صاحبڏني جو فرزند ميان جان محمد عرف سخي قبول محمد (ٽيون)، سن 1332هه/ 1913ع ۾ ڄائو ۽ هي گادي نشين ٿيو. هن جي دور ۾ خانداني اختلاف ٿيا، جن کي هن گهٽائڻ لاءِ ڀرپور ڪوششون ڪيون، پر ڪامياب نه ٿيو. سخي قبول محمد ٽيون (ميان جان محمد) جي دور ۾ درگاهه جو ٻيهر زور وڌيو. ساڻس ملاقات لاءِ سيد صالح شاهه راڻيپور وارو ايندو هو. ميان صاحب 1372هه/ 1952ع ۾ لاولد رحلت ڪئي.

**درازي سخي قبول محمد (چوٿون)**: درگاهه سچل سرمست جو هاڻوڪو سجاده نشين، سخي قبول محمد درازي (چوٿون) 19 جولاءِ 1962ع ۾، خواجه عبدالحق (ٻئي) جي گهر ۾، درازا شريف ۾ ڄائو. هن پنهنجي ابتدائي تعليم ڳوٺ مان ۽ سيڪنڊري تعليم خيرپور مان حاصل ڪئي. بعد ۾ شاهه عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور مان ايم. اي (سياسيات: Political Science)، خيرپور لا ڪاليج مان ايل. ايل. بي جي ڊگري حاصل ڪيائين. ان کان سواءِ هن شهادت العالميہ (MA Religion) جو امتحان به پاس ڪيو. تنهن کان سواءِ سخي قبول محمد، ايڊنبرو يونيورسٽي پينسلوانيا مان ’Contemporary Practices & Student Management‘ ۾ ڊپلوما، LFWA (ڪيمبرج يونيورسٽي، انگلنڊ) ۽ خيرپور يونيورسٽيءَ مان ’Sufism & Literature‘ ۾ پي. ايڇ. ڊي آهي، جنهن ۾ هن ڊاڪٽر تنوير عباسي، ميمڻ عبدالمجيد سنڌي ۽ اياز قادريءَ کان رهنمائي حاصل ڪئي. هي ڪجهه وقت لاءِ شاهه عبداللطيف يونيورسٽيءَ ۾ قائم سچل چيئر جو ڊائريڪٽر به رهيو آهي.



سخي قبول محمد (چوٿين) جو ٻيو ادبي ڪم هيٺينءَ ريت آهي:

(1) Path to Perfection, (2) Priceless Pearls picked from the Wondrous Waters of Wisdom, (3) Sufism: Its Concept of Character, (4) A Voice from the Wilderness (T. L. Vaswani's Writings), (5) Study of Mysticism: Darazi School of Sufi Thought (2002).

هن ڪيترائي اوارڊ کنيا آهن، جن ۾ اسپورٽس سلور شيلڊ (سنڌ جي وڏي وزير پاران: 1987ع)، ڪلچرل اوارڊ (سنڌ گريجوئيٽ ايسوسيئيشن)، اڪيڊمڪ ۽ ريسرچ اوارڊ (شاهه عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور)، گورنر سنڌ جو اوارڊ (1995ع)، بهترين محقق اوارڊ (1995ع)، مهراڻ نيشنل اوارڊ (1998ع)، امن جو پرچارڪ: گولڊ ميڊل (لٽرري ڪائونسل آف انڊيا: 2000ع).

سخي قبول محمد 2 فيبروري 1978ع کان موجوده وقت تائين صوفي شاعر حضرت سچل سرمست جي درگاهه جو سجاده نشين آهي. هن سنڌ، هند، آمريڪا سميت ڪيترن ملڪن ۾ سيمينارن ۽ ڪانفرنسن ۾ سنڌ جي نمائندگي ڪئي آهي.

**درازي، قاضي علي اڪبر**: سچل جو شارح، قاضي علي اڪبر ولد قاضي علي محمد، 28 جولاءِ 1895ع تي روهڙيءَ ۾ جنم ورتو. هن جو تعلق بکر جي قاضي خاندان سان هو. سندس وڏا مغلن جي دؤر ۾ بکر ۽ ملتان جا قاضي هئا. سندس پيءُ سنڌ جي گورنر جي دربار جو ميمبر ۽

روهڙي شهر جي ميونسپالٽيءَ جو ميمبر هو. قاضي علي اڪبر پنهنجي ابتدائي تعليم به درجا ’ملا اسڪول‘ ۾ پڙهيو. ٽيون درجو سرڪاري اسڪول



۾ ماستر جمال الدين وٽ پڙهيو. چار درجا پاس ڪرڻ بعد ڇهين درجي تائين اي. وي اسڪول روهڙيءَ ۾ پڙهيو. جتي سندس تربيت فارسيءَ جي استاد هاسارام ڪئي ۽ منجهس تصوف ڏانهن رغبت پيدا ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. قاضي علي اڪبر 15 مارچ 1915ع تي درازن ۾ سخي قبول محمد جي روحاني صحبت ۾ داخل ٿيو ۽ پهرينءَ ملاقات ۾ سندس معتقد ٿي ويو. مئٽرڪ سکر هاءِ اسڪول مان پاس ڪيائين. 1921ع ڌاري روينيو کاتي ۾ ڪلارڪ مقرر ٿيو. بئراج کاتي ۾ سرويئر به رهيو. 1927ع ۾ اڪائونٽنٽ جنرل جي تربيت لاءِ ٽن مهينن لاءِ بمبئيءَ ويو. 1943ع ۾ سکر ۾ انسپيڪٽر ڪنٽرول پرائيز جي عهدي تي فائز ٿيو. 1950ع ۾ ٽريزري آفيسر جي عهدي تان رٽائر ڪيائين. قاضي علي اڪبر جوانيءَ ۾ راڳ به ڳائيندو هو. هن شاعري به ڪئي، جنهن ۾ ’غلام اڪبر‘ تخلص ڪتب آندائين. قاضي علي اڪبر قادري طريقي سان تعلق رکندو هو. هن 1951ع ۾ سچل سرمست جي ڇهين گادي نشين، سخي قبول محمد (ٻئي) جي هٿ تي بيعت ڪئي. 1964ع ۾ حج ادا ڪرڻ ڪانپوءِ ايران عراق به ويو. حج دوران ’عشق حبيب‘ نالي سان هڪ ڪتاب لکيائين. سندس تصنيف ۽ تاليف ڪيل ڪتاب 53 آهن. سندس پهريون ڪتاب ’ديوان اڪبر‘ شاعريءَ جو ڪتاب آهي، جيڪو سچل سرمست ڪو آپريٽو اڪيڊميءَ پاران 1962ع ۾ شايع ٿيو. ان کان سواءِ سچل سرمست ۽ ان سان واسطيدار ڪتابن ۾: (1) دولهه درازي، (2) شاعر هفت زبان، (3) شهنشاهه عشق، (4) سچل سرمست (انگريزي)، (5) داتا درازي (سوانح)، (6) سرتاج الشعراء، (7) سخي سرتاج، (8) مختصر سوانح حيات سچل سرمست (اردو)، (9) سردار بهادر محمد بخش ’ڪوجهي‘، (10) ديوان ’ڪوجهي‘، (11) درد جو داستان (نثري داستان)، (12) ديوان آشڪار، (13) دولهه درازيءَ جي دربار جا دُر (طالبن جو تذڪرو) شامل آهن. ان کانسواءِ سچل سرمست جون هيٺيون مثنويون پڻ شايع ڪرايائين: (1) مثنوي عشق نامه، (2) مثنوي درد نامه، (3) مثنوي تارنامه، (4) مثنوي گدازنامه، (5) مثنوي رهبر نامه، (6) مثنوي رازنامه.

سچل سرمست جون اردو ترجمي سان به مثنويون شايع ڪرايائين، جن ۾: (1) وحدت نامه، (2) وصلت نامه، (3) غزل بحر طويل شامل آهن.

ان کان سواءِ اسلامي تاريخ تي سندس هيٺيان ڪتاب ڇپيل آهن: (1) قرت العين الرسول صلي الله عليه وسلم، (2) بيعت رضوان، (3) عشق حبيب، (4) فاتح سنڌ، (5) سفرنامه افغانستان، (6) ايران، (7) عراق، (8) قصد تقدير ۽ تدبير، (9) خود نوشته سوانح حيات.

قاضي علي اڪبر درازيءَ جا سنڌيءَ ۾ 37، اردوءَ ۾ 11، انگريزيءَ ۾ 3 ۽ سرائڪيءَ ۾ هڪ ڪتاب ڇپيل آهن. هن 30 آڪٽوبر 1981ع تي وفات ڪئي.

**دُر الفتاويٰ_ جلد اول** (ڪتاب): هي ڪتاب جڳ مشهور ديني عالم ۽ مدرسه صبغة الاسلام سانگهڙ جي باني، مفتي در محمد سڪندريءَ جي فتوائن تي مشتمل آهي، جيڪي هن ماڻهن طرفان پڇيل ديني مسئلن بابت سوالن جي جواب طور ڏنيون. انهن ٽڙيل پکڙيل فتوائن جي لکيل پنن کي وڏي جاکوڙ سان سهيڙي سنواري سندس قابل شاگرد مفتي حافظ عبدالرزاق مهراڻ سڪندريءَ، مڪتبه حزب الاحنان سانگهڙ طرفان ڪتابي صورت ۾ شايع ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ مرتب نه صرف فتوائون ئي گڏ ڪيون آهن، پروڙي دانائيءَ ۽ عرق ريزيءَ سان پائي جي مشهور مفتين جو تعارف، فتوائن جي مشهور ڪتابن جو ذڪر ۽ مصنف جي حياتيءَ جو احوال به ڏنو آهي. ٻه رنگي ٽائيٽل، پڪي جلد ۽ ڊبل ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 200 روپيا ڄاڻائي وئي آهي. 254 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب 1424ھ/ 2003ع ۾ شايع ٿيو.




**دراني** (ذات): دراني، افغانن جي هڪ معروف قبيلي ابدال سان نسبت رکن ٿا. احمد شاهه دراني، قس ابدال (اسلامي نالو عبدالرشيد) جي پنجين پشت مان هو. جيڪا پشت دراني هئي، اُن ڪري اُن نسبت سان پاڻ کي دراني سڏائيندو هو. دراني خاندان جا ٽي مشهور قبيلا محمد زئي، يوسف زئي ۽ سدوزئي آهن. احمد شاهه جو پوٽو سليمان عرف زيرڪ ابن عيسيٰ، پوپل زئي ۽ موسيٰ زئي قبيلن جو جد اعليٰ آهي. پوپل زئي قبيلي ۾ هڪ شخص سدو ٿي گذريو آهي، جنهن جي پٽ عبدالرؤف سدوءَ جي نالي پٺيان سدوزئي قبيلو مشهور آهي. سنڌ جو نامور سياستدان آغا سراج دراني به هن قبيلي سان واسطو رکي ٿو. سنڌ جي اڳوڻي وزيراعظم سر غلام حسين جي زال ليڊي هدايت الله، دراني ذات جي هئي، جنهن جي ڀائٽي سعيده دراني اڪادمي ادبيات اسلام آباد ۾ آفيسر آهي.

**دراني، آغا الهڏنو**: سنڌ جي ناليوارو والي بال رانديگر آغا الهڏنو ولد الهورايو دراني 2 آگسٽ 1937ع تي سکر شهر ۾ پيدا ٿيو. سندس وڏا اصل ضلعي شڪارپور جا رهاڪو هئا ۽ اتان جا مڃيل زميندار هئا. سندس والد جي



ٽالپر حڪمران مير بندهه علي سان مائٽيءَ هجڻ سبب ٽنڊي غلام عليءَ ۾ اچي هميشه لاءِ آباد ٿيو. آغا الهڏنو زميندار گهراڻي جو فرد هجڻ باوجود والي بال راند ڏانهن راغب ٿيو ۽ 1937ع ۾ راند جي شروعات ڪيائين. 1960ع ۾ ماتليءَ جي ٽورناميٽ ۾ وچ نيٽ تي بهترين راند جو مظاهرو ڪري بيسٽ نيٽ جو انعام حاصل ڪيائين.

الهڏنو دراني نه فقط بال کي ڏڪ هڻڻ وارو رانديگر رهيو پر هن راند کي ترقي وٺرائڻ لاءِ لکين روپيا ذاتي خرچ ڪري ڪيترن ئي سالن تائين ننڍي وڏي پيماني تي ٽورنامينٽون منعقد ڪرائيندو رهيو. هيءَ ڪيترن سالن تائين والي بال سنڌ ائسوسيئيشن سنڌ صوبي جو پهريون صدر رهيو. هيءَ ڪيترو عرصو اڳوڻي وزيراعظم مير ظفرالله خان جماليءَ جو ساٿي ۽ بانهن ٻيلي پڻ رهيو. فيڊريشن جي جوڙجڪ ۾ سندس وڏو سهڪار رهيو

۽ بنياد وجهندڙن ۾ شامل رهيو. هن ڪيترن ئي والي بال رانديگرن جي مالي مدد پڻ ڪئي. هن والي بال راند جي واڌاري لاءِ ڪيترين ئي ڪوششون پڻ ورتيون. سنڌس نالو والي بال رانديگرن ۾ سرفهرست آهي.

**دراني، آغا عطا محمد:** نامور سياستدان آغا عطا محمد خان ولد خانبهادر جان محمد خان دراني، 27 جولاءِ 1925ع تي سلطان ڪوٽ، ضلعي شڪارپور ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم ۽ مئٽرڪ سينٽ ڪيمبرج اسڪول سکر مان ڪرڻ بعد انٽر ڪيمبرج اسڪول لاهور مان ڪيائين. وڌيڪ تعليم لاءِ 1943ع ۾ سينيئر ايف. سي. ڪاليج لاهور ۾ داخلا ورتائين. ڪلاس ۾ هميشه پهرين پوزيشن حاصل ڪيائين. 1948ع ۾ سينيئر ايف. سي. ڪاليج لاهور مان سينيئر ڪيمبرج جي ڊگري حاصل ڪئي. ان دوران اڳوڻي وزيراعظم لياقت علي خان، مُلڪ جي سلامتيءَ لاءِ نيشنل گارڊ اسڪيم جو قيام عمل ۾ آندو ته ڪيس ميجر جي عهدي تي مقرر ڪيو ويو. ڪجهه وقت بعد ميجر جي عهدي تان استعيفا ڏئي والد سان گڏ سياسي سرگرمين ۾ حصو ورتائين. 1966ع ڌاري عملي سياست ۾ پير پاتائين ۽ بلدياتي چونڊن ۾ حصو وٺي سلطان ڪوٽ يونين ڪائونسل جو چيئرمئن ٿيو. 1985ع جي چونڊن ۾ ڳڙهي ياسين جي تڪ اين. اي-155 تان ڪامياب ٿي قومي اسيمبليءَ جو ميمبر ٿيو. آغا عطامحمد خان جي خداداد صلاحيتن کي ڏسندي وزيراعظم محمد خان جوڻيجي اقوام متحده جي جنرل سيڪريٽريٽ کي خطاب ڪرڻ دوران ٽئين ڏينهن جي اجلاس کي آغا عطا محمد خان کان خطاب ڪرايو هيءَ محمد خان جوڻيجي جي حڪومتي دؤر ۾ ريلوي ڪاتي جو مملڪتي وزير رهيو. ڪيس سياست سان گڏوگڏ راندين سان به لڳاءُ هو ۽ بهترين رانديگر به هو. هن راندين جي پاڪستاني وفدن جي عرب امارات، آسٽريليا، جپان ۽ ٻين ڪيترن ملڪن ۾ نمائندگي ڪئي. آغا عطا محمد دراني فوٽ بال ايسوسيئيشن آف پاڪستان جو مرڪزي صدر به رهيو. هن راندين سان گڏ سماجي ڪمن ۾ به ڀرپور حصو ورتو. 1959ع کان وٺي ڪيترا سال مفت طبي ڪئمپون لڳرايائين. مفت طبي ڪئمپ جي شروعات مديجي شهر کان ڪيائين. آغا عطا محمد 1977ع ۾ ريڊ ڪراس سکر جو سيڪريٽري ۽ 1979ع ۾ ريڊ ڪراس سکر جو صدر مقرر ٿيو. هن پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪيترن غريب ۽ هوشيار شاگردن جي اعليٰ تعليم لاءِ وظيفا مقرر ڪيا ۽ ٻهراڙين ۾ تعليم جي واڌاري لاءِ ڪيترا ڇوڪرن توڙي ڇوڪرين لاءِ اسڪول قائم ڪرايا. هن ڪيترن ئي ڳوٺن ۾ بجليءَ جي سهولت ۽ روڊ رستا پڪا ڪرائڻ، اسپتالون ٺهرائڻ، توڙي بيروزگارن کي روزگار سان لڳرائڻ جهڙا سماجي ڪم ڪيا. هن سڄي زندگي عوام جي ڀلائيءَ لاءِ پاڻ پتوڙيو. آغا عطا محمد خان دراني، 16 مارچ 1996ع تي وفات ڪئي.

**دراني، اٿل خان:** اٿل خان دراني ولد مير محمد خان پوپلزئي دراني، ڪوٽ سبزل، رياست بهاولپور ۾ پيدا ٿيو. سندس نسب جو سلسلو مير محمد خان کان ٿيندو سردار جهان خان پوپلزئيءَ سان وڃي ملي ٿو. سردار جهان خان کي قنڌار جي بادشاهه احمد شاهه ابداليءَ پنهنجي پٽ ۽ لاهور جي واليءَ شهزادي تيمور جو معاون مقرر ڪيو هو. سردار جهان خان پنهنجي ڪٽنب ۽ قبيلي سان گڏ پهرين سبزل ڪوٽ ۾ مقيم ٿيو جتان ارڙهين صدي عيسويءَ ۾ لڏي اچي سنڌ ۾ آباد ٿيو. سنڌ ۾ رهڻ ڪري سنڌس ٻولي اڳتي هلي سرائڪي ٿي وئي. مير محمد خان جي انتقال ڪانپوءِ اٿل خان دراني پنهنجي ڀاءُ ڪمال خان درانيءَ ۽ ڀيڻ سان گڏ هميشه لاءِ بهاولپور مان لڏي مختلف هنڌن تي رهائش اختيار ڪندو، آخرڪار گدو (موجود پناهه ڳوٺ، حسين آباد، حيدرآباد) ۾ اچي رهيو. اٿل خان کي هڪڙي نياڻي هئي، جيڪا هالا جي مخدوم خاندان ۾ پرڻائي ڏنائين، جيڪا مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ جي والده هئي. ڪيس ٻه پٽ مير محمد خان ۽ محمد يوسف خان هئا. هن 1914ع ڌاري وفات ڪئي. سندس مزار پناهه ڳوٺ، حسين آباد ۾ آهي.

**دراني، جهان خان، مولانا:** مشهور عالم، مولانا جهان خان ولد خداداد خان دراني شڪارپور ۾ جنم ورتو. سندس نسبت جو سلسلو اهل الله بزرگ حافظ مدد خان درانيءَ سان ملي ٿو. سنڌي ۽ انگريزيءَ جي تعليم شڪارپور ۾ حاصل ڪيائين. هن عربي ۽ فارسي جي تعليم سکر ۽ ڪراچيءَ ۾ مولانا محمد صادق کڏي واري جي والد بزرگ مولانا عبيدالله وٽ حاصل ڪئي. ڪجهه وقت مولانا قاضي خان محمد شاهه لودين وٽ به تعليم حاصل ڪيائين. فارغ التحصيل ٿيڻ بعد 1892ع ۾ مدرسو پڻ قائم ڪيائين. پاڻ مهمان نوازيءَ ۾ ڏيهان ڏيهه مشهور هو ۽ پاڻ اڪثر روزي ۾ رهندو هو. سڄي عمر تعليم ۽ تبليغ ۾ گذاريائين. ڪيترن غير مذهب ماڻهن کي مسلمان ڪيائين. ان ڪري مٿس گهڻيون ئي تڪليفون پيش آيون، ڪيس داخل ٿيا، پر پاڻ ثابت قدم رهيو. طريقت جي سلسلي ۾ خواجه عبدالرحمان جان سرهنديءَ جو مريد هو. افغانستان جي بادشاهه امير حبيب الله خان ڪيس گورنريءَ جي آڇ ڪئي، مگر مولانا انڪار ڪيو. سندس علم ۽ فضل مان سوين عالم مستفيض ٿيا. نامور عالم مولانا تاج محمود امروٽي به سندس شاگرد هو. مشهور شاعر، عالم ۽ حڪيم مير علي نواز علوي ۽ قاضي سيد بهادر شاهه سندس گهاٽا دوست هوندا هئا. پير شاهه مردان شاهه 'اول' پنجون پاڳارو به ساڻس گهڻي محبت رکندو هو. هن 10 اپريل 1913ع تي وفات ڪئي. سندس هڪ فرزند مولانا عبدالرحمان به نامور بزرگ ٿي گذريو آهي. شڪارپور ضلعي ۾ قائم شهر 'جهانيان' مولانا جهان خان جي نالي پويان آباد ٿيو.

**دراوڙ قلعو:** (ڏسو ديراوڙ قلعو).

**دراوڙ لوڪ** (Dravidian People): سنڌ جي قديم اتهاس جي اڳاٽي ۽ نئين اڀياس کان پوءِ هڪ خيال اهو پيش ڪيو وڃي ٿو ته دراوڙ لوڪن مان مراد سنڌ جا اصلوڪا لوڪ ئي آهي، جڏهن ته ٻيو خيال آهي ته دراوڙ لوڪن کان سواءِ ٻيا به ڪي نج سنڌي (Indigenous) نسل جا لوڪ به هن ڌرتيءَ تي موجود هئا. دراوڙ لوڪ سنڌ جي پٿر جي نئين دور (Neolithic Period) جا اهي باني هئا، جن اڳتي هلي اڳاٽن سنڌو لوڪن سان گڏجي 'سنڌو سڀيتا' (Indus Civilization) کي جنم ڏنو اهي سنڌ جي تمام اڳاٽن لوڪن مان هئا، جن جي تهذيب عالمگير اثر رکندڙ هئي. هنن نئين پٿر جي دؤر کان اڳتي نڪري ڪنجهيءَ جي دؤر (Bronze Age) ۾ نوان نوان شهر آباد ڪيا ۽ هڪ هزار ورهين تائين بنا ڪنهن رنڊ روڪ جي ترقي ڪندا ويا ۽ ڏهه لک چورس ميلن کان وڌي سنڌو سلطنت (Indus Empire) جا باني هئا.



وڻجاري، پارواڙي، ڀيل، مانڊوي، گونڊ قبيلن جون عورتون

سنڌو تهذيب جي ماهر/ سنڌيالوجسٽ (Sindhiologist) ايس. آر. رائو جي ڪتاب 'Dawn of Devolution of Indus Empire' موجب سنڌو سلطنت جو مرڪزي صوبو (Central Province of Indus Empire) موجوده پاڪستان جي سنڌ ۽ پنجاب وارو ميداني علائقو هو. دراوڙ لوڪ ٻيڙن وسيلي وڻج واپار سانگي دنيا جي هڪ وڏي حصي سان لهه وچڙ ۾ آيا ۽ دنيا تي پنهنجي تهذيبي اثر کي نمايان ڪيائون.

**دراوڙن جو اصل بڻ بنياد (Origin of Dravidians):** دراوڙ (Dravidians) ۽ آريا (Aryans) دنيا جون ٻه وڏيون نسلي ٽڪريون (Races Groups) آهن. جن جو ذڪر نندي ڪنڊ ۽ خاص طرح سان سنڌ جي قديم ۽ جديد اتهاس جي هر صفحي تي ملي ٿو. بلڪل ائين جيئن مهاڀارت کان اڳ (1300 - 100 ق.م) واري دؤر ۾ سنڌو ماٿريءَ ۾ وسندڙ لوڪن، جتن ۽ ميدن جي پاڻ ۾ جنگين جو ذڪر ملي ٿو. اڳتي هلي راڻي دهشلا (داسل) جتن ۽ ميدن جي گڏيل خواهش ۽ راضپي سان سنڌو سلطنت تي سنڌن حاڪم راڻي مقرر ٿي. اهو ساڳيو تاريخي تسلسل اڄ به سنڌ ۾ سماٽ ۽ هروچ جي شڪل ۾ موجود آهي.

تامل يونيورسٽي تانجاوور (Tamil University Tanjavur) جي اڳوڻي وائيس چانسلر ڊاڪٽر آر. سي. هريمٿ (Dr. R. C. Hiremath) پنهنجي ڪتاب 'The Genesis and Growth of Dravidian' ۾ لکيو آهي ته. "دراوڙ لوڪ. يورال ايلٽيڪ جبلن (Ural- Altiac Mountains) واري جابلوجوءِ جا ماڻهو هئا. دراوڙ ئي آريا ۽ منگول نسل جو اصل بنياد هئا. محقق ڪالڊويل (Caldwell). سٿين خاندان (Scythian Family) بابت ثبوت ڏيندي، سنڌن ثقافتي ناتا 'عظيم يونوچي تهذيب' (Great Mediterranean Civilization) سان عام ۽ 'ميسوپوٽيميائي تهذيب' (Mesopotamian Civilization) سان خاص طور ڳنڍائيندي دراوڙ لوڪن کي 'يونوچي نسل جا لوڪ' ڄاڻائيندي لکيو آهي ته. "اهي اصل 'يورال- ائلٽيڪ' جابلو علائقي جا هئا. هنن پوڪي راهيءَ جو هنر ايران جي زوگروز (Zogro's) واري علائقي ۾ سکيو ۽ 'ابادين تهذيب' (Obadian Civilization) ۽ 'سميريائي تهذيب' (Sumerian Civilization) جوڙڻ ۾ هنن پنهنجو خاص مددي ڪردار ادا ڪيو. اُتان پوءِ هو 2500 ق. م ۾ اوير پاسي کان ٿيندا، ايران ۽ ايراني نار وارو پاسو ڏئي پنجاب جي ميداني علائقن ۾ داخل ٿيا. جتان هنن ڏکڻ ۽ اوير ڏانهن وڌندي 'عظيم سنڌو سڀيتا' (Indus Valley Civilization) جو بنياد وڌو. جڏهن ته آريا ڪانئن پوءِ 1500 ق. م ۾ آيا. آرين جي اچڻ شرط اهي دراوڙ. ايران ۽ بلوچستان جي جابلوجوءِ ۾ پکڙجي ويا. آرين ۽ دراوڙن ۾ جنگاڻ وارو دور ڪي صديون جاري رهيو. انهيءَ دؤر ۾ آريائي لوڪن جي زندگي، مذهب ۽ ثقافت ۾ غور ۽ فڪر ڪرڻ جوڳيون تبديليون آيون. هنن تي دراوڙي تهذيب جو به چڱو اثر آيو. اِهو ثقافتي جذب (Cultural Assimilation) جو هڪ وڏو عالمي مثال آهي. هن وڌيڪ لکيو آهي ته. "جن دراوڙن پنهنجي انفراديت رکڻ تي گهري، سي ڀيلن ۽ جبلن ڏانهن هليا ويا. بهار، اوڙيسا، مهاراشٽر، مڌياپرديش ۽ اتر پرديش ۾ اهي اڄ به وڏي ڳاڻيٽي ۾ آهن.

ناميارو محقق ايم. ايڇ. پنهور پنهنجي تحقيقي مقالي 'Language of Sindh between Rise of Amri and Fall of Mansura (5000 year ago to 1025 A.D)' ۾ ڄاڻايو آهي ته. "اهي لوڪ (دراوڙ) اڄ کان 20 هزار ورهيه اڳ ڏاري سنڌو- گنگا ميدان (Indus Ganga Plain) ڏانهن سُريا هوندا. جيڪو انهن ڏينهن ۾ ٻيٽ هو. انهن درياهن جو وڌيڪ ميداني علائقو 12 هزار ورهيه پوءِ ظاهر ٿيو هو. انهن ٻارهن هزار سالن ۾ ٿيل ميل جول جي ڪري دراوڙ لوڪن جو يڪروپي ثقافت (Uniform Culture) رکندڙ هڪ نسل اُسريو هوندو. سمنڊ جڏهن سنڌو- گنگا ميدانن مان موٽ کاڌي هوندي. تڏهن اهي ماڻهو به واپس موٽيا هوندا. اهي سڀ گهٽي ڀاڱي دراوڙ هئا. سواءِ انهن ڪجهه ماڻهن جي، جيڪي جبلن کان آيا هئا ۽ انهن جو گذارو پٿر جي وچئين (Mesolithic) دور تائين شڪار ۽ مڇي مارڻ تي رهيو هوندو. اهو دور پٿر جي نئين (Neolithic) دور جي انقلاب سبب ترت بدليو. جنهن نيٺ 'سنڌو سڀيتا' (Indus Civilization) کي جنم ڏنو."



دراوڙ- گونڊ قبيلي جو هڪ مرد

ايم. ايڇ. پنهور، سنڌ ۾ آڳاٽي انسان جو وجود 5 لک سال اڳ تائين ڄاڻائي ٿو.

دراوڙن لوڪن جي باري ۾ جي. ايم. سيد پنهنجي ڪتاب 'سنڌوءَ جي ساجاهه' ۾ لکيو آهي ته: "هن نسل بابت به روايتون آهن. هڪڙي اها ته اهي اصل يونوچ سمنڊ (Meditaranian Sea) واري زمين تي رهندڙ ماڻهن جي نسل مان هئا، جن کي اتي پنهنجو تمدن ۽ پنهنجي تهذيب هئي. اتان

دراوڙ لوڪ

جي زمين، سمنڊ هيٺ اچي وڃڻ سبب انهن ماڻهن مان گهڻا ٻڏي تباهه ٿي ويا ۽ باقي جيڪي بچيا، سي مصر، سمير، فراگيا، بابل ۽ سنڌوءَ ۾ اچي آباد ٿيا، جتي پنهنجو تمدن ۽ تهذيب برپا ڪيائون." ڪن محققن جو چوڻ آهي ته، "سنڌوءَ جا رهاڪو مصر، سمير ۽ بابل جي قديم رهاڪو ماڻهن جي دراويدي نسل جي شاخ مان هئا. عبراني ۽ سامي ماڻهو به انهيءَ نسل جي شاخ مان آهن. هنن وٽ ڪي مذهبي عقيدا به هئا ۽ سندن ڪيترين ڳالهين جي مصر، سمير ۽ بابل جي عقيدن سان مماثلت هئي."

هڪ اهڙي ئي تاريخي روايت مطابق: "دراويدي اصل 'هندي سمنڊ' (Indian Ocean) جي پرواري ملڪ ائٽلانٽڪ کنڊ جا رهاڪو هئا (جتي هن وقت ائٽلانٽڪ وڏو سمنڊ آهي)، جيڪي 'آسٽرلائڊ نسل' مان هئا. اٽڪل 75 هزار ورهيه اڳ زمين جي تبديليءَ سبب اها زمين سمنڊ جي پاڻيءَ هيٺ ٻڏي وئي. اتان جي رهاڪن مان جيڪي بچي ويا هئا، سي اتان لڏي، انڊونيشيا، انڊو- چائنا، برما، آسام ۽ بنگال کان مدراس طرف آيا. جتان سمنڊ جو ڪنارو ڏئي سنڌ ۾ آيا. جتان ڪي ايران، عراق شام ۽ مصر جي رستي يونوچ سمنڊ واريءَ زمين تي آباد ٿي، تهذيب ۽ تمدن جا مالڪ بڻيا. اتي گهڻي وقت کان پوءِ جڏهن وري ٻوڏ آئي ته ڪي غرق ٿي ويا ۽ ڪجهه مصر، سمير ۽ بابل کان ٿيندا، سنڌ مان ڦرندا، مختلف تهذيبون ۽ تمدن برپا ڪندي وڃي مدراس ۾ پهتا."

ڪن محققن جو چوڻ آهي ته: "سامي نسل وارا لوڪ، دراوڙ لوڪن جي هڪ نُڪ آهن. اهي اصل ڪٿي جا هئا، ڪهڙي رستي ڪان آيا، ڪهڙي زماني ۾ آيا، ڪڏهن تهذيبون ۽ تمدن برپا ڪيائون؟ ان بابت علم آثار قديم ۽ علم طبقات الارض، اساطير الاولين (ڏند ڪٿائون)، عام جوتش، علم الانسان، ماڻهن جي نسلن جي علم يعني بشريات جي ماهرن جا مختلف رايا آهن."

دراوڙن جو بنياد، ڌرتيءَ جي ڪنهن تمام آڳاٽي انساني گروهه سان آهي، جن جو حصو پڻ دنيا جي ڪيترن ئي ياڳن جي تهذيبي اوسر ۾ ڳچ ۽ ساراهه جوڳو آهي. انهيءَ تهذيبي ترقيءَ ۾ لازميءَ طرح سان هنن سان ڪي ٻيا انساني نسلي گروپ به گڏ هوندا. اهي دراوڙ لوڪ، اهي قديم ميد هئا، جن سڀ کان پهرين سمنڊ ۾ ٻيڙا هاڪارڻ جو جوکم ورتو. هنن جو اهو تهذيبي دؤر لڳ ڀڳ هزارين ورهين تائين جاري رهيو هي دنيا جي هڪ وڏي



مايا تهذيب جو هڪ اهرام: ڪُڪلڪن مندر

حصي تائين پهتا. 6000 ق. م کان پهرين اهي بيرنگ سمنڊ (Bering Sea) جي سوڙهي لڪ کان ٿيندا، آمريڪا پهتا. ايلٽيڪ تهذيب وارن پٿر جي عمارت سازيءَ ۾ ڪمال ڪري ڏيکاريو مصري تهذيب ۽ ميڪسيڪو جي مايا تهذيب جا اهرام (Pyramids) به هنن جي پونيرن پاران مختلف تهذيبن جي ترقيءَ ۾ حصيدار وارو ڪارنامو آهن. سنڌو مهرن (Indus Seals) تي اُڪريل هڪ سڱو گهوڙو ۽ مايا تهذيب واري ڪُڪلڪن جي اهرام نما مندر (Mayan Kukulcan Temple) ۾ هڪ قبر جي مٿان هڪ سڱو گهوڙو ۽ ان جي هيٺان ٺهيل قربانيءَ وارو نشان ڏيکاريل آهي، اهو ساڳيو موهن جي دڙي جي انيڪ مهرن تي اڪريل آهي، جيڪو يورپ جي ٻاراڻين آکاڻين (Fairy Tales) ۾ به ڏيکاريل آهي. اهو سڀ ڪجهه ڪنهن هڪ ۽ گڏيل تهذيبي اثر جو مظهر آهي.



سنڌ ۾ ابتدائي انسان جو وجود گِذريءَ (Gizri) کان وٺي سڄي ڪيرٿر ۾ لکين سال اڳ به نظر اچي ٿو انهي انساني وجود جا ثبوت آڳاٽن غار واري انسانن (Cave men) جي صورت ۾ نظر اچن ٿا. ان انسان جو وجود منڇر ۽ جابلو نئين واري جالاري جُوءِ ۾ ڏسجي ٿو. دراوڙي نسل جي لوڪن جو وجود سڄي وچ اوڀر ۽ ننڍي کنڊ ۾ نسلي طرح سان ثابت آهي. اهي دراوڙ لوڪ ابتدائي شڪار، ڍوڻي ۽ شڪاري لوڪن مان ئي هئا، جيڪي پوءِ سفر ڪندا يونوچ مهاساگر تائين پهتا ۽ 'يونوچي تهذيب' (Mediterranean Civilization) جا باني بڻيا. ننڍي کنڊ ۾ ٻيهر اٽڪل 20000 ق. م ۾ آيا. جڏهن 75 هزار ورهين وارو ڊگهو ٿڌ جو چوٿون دور (Fourth Ice Age) پنهنجي پوين پساهن ۾ هو هنن ڪانئن اڳ وارن آسٽرڪ لوڪن (Austrik People) سان ميل جول قائم ڪري، سنڌو تهذيب جو بنياد وڌو. جڏهن ته ننڍي کنڊ ۾ ڪانئن گهڻو اڳ نيگرو (Negroid) ۽ آڳاٽا آسٽريليائي لوڪ (Proto Austroloid) آفريڪا ۽ فلسطين کان ٿيندا هتي آيا هئا. اهي سمورا لوڪ، سيلون، برما، مليشيا، هند چيني، انڊونيشيا ۽ ننڍي کنڊ جي ڏورانهن علائقن ۾ پکڙجي ويا. اترين هندستان ۾ سناتن ڌرم جو بنياد وجهندڙ آريائي لوڪ شروع ۾ سنڌو تهذيب سان تعلق رکندڙ پيار جي خدا، شوَ (God of Love) جي خلاف رهيا ۽ بعد ۾ هنن شوَ کي پنهنجي انيڪ روپن: محبت، خدمت، رقص ۽ خوشحاليءَ وارن روپن سوڌو قبول ڪيو سنڌو تهذيب جي دراوڙي ثقافتي سگهه جي اها ڀرپور مڃتا هئي، جا ڪين ميٽي ۽ ڪرٽي پئي. سنڌ جا دراوڙ 'شِوَ' کي واحد خدا ڪري ليکيندا هئا. هو شِوَ کي واحد شڪتي، سڄي سنسار جو پيدا ڪندڙ، سندن حفاظت ڪندڙ، انيڪ جهان پيدا ڪندڙ، وقت پُڄاڻان ڪين ويڙهي ڇڏيندڙ، دلين اندر رهندڙ، ڳچيءَ جي مٽڪي جي اعصابي ڏور

ڪان بہ ويجهو سمجهندا هئا. جڏهن تہ گنگا جمنا وارا لوڪ وشنوءَ کي پيدائش جو خدا سمجهندا هئا. وسهڻ ۾ ائين اچي ٿو تہ اهي دراوڙ لوڪ پنهنجي خدا شِوَجيان محبتي ۽ پرامن انسان هئا. جيڪي پنهنجي ٺئي



شِوَجا روپ: پشوپتي ۽ شِوَيوگا آسڻ ۾ ويٺل

معاشي ڪرت ۾ رڌل رهندا هئا. سنڌن اهو امن پسند مزاج ڪين دنيا ۾ هيڏانهن ڪان هوڏانهن دربدر ڪندو رهيو. هڪ انومان آهي تہ سنڌو تهذيب جو وجود آڳاٽو هو. دراوڙ لوڪن جي اچڻ سان سنڌو تهذيب پنهنجي سنڌو درياهي ڏاٽري ڪان نڪري هڪ وسيع علائقي ۾ پکڙي ۽ ڪيترائي واپاري ماڳ ۽ صنعتي شهر جوڙيا ويا. ان ۾ آڳاٽن سنڌو لوڪن سان گڏ دراوڙ لوڪن جو ڪردار انهيءَ تهذيبي اثر کي وڌائيندڙ ۽ تيز ڪندڙ (Catalyst) وارو هو.

**دراوڙي نَک جي ڄاڻ (Dravidian Genetics):** 'نُک ڄاڻ' (Genetics) جي حساب سان دراوڙ اَڌ جي درجي بندي (Classification) وارو ڪم ڪندي مشهور علم الانسان (Anthropologist) ڪارليٽن ايس. ڪُوون (Carleton S. Coon) 1939ع ۾ ٻڌايو هو تہ. "يورپي، ايٿوپيائي ۽ اتر- اوڀر آفريڪائي نسل ۽ ڏکڻ ايشيائي لوڪ، انساني جيوت گول ڦيري ۾ ڪاڪيشيائي (Caucasoid Race) آهن. ساڳيءَ ريت 1980ع ۾ ڪيولي سفورزا (Cavalli- Sforza) اِهو نروار ڪيو تہ نسلي طرح سان، هندستان جا لوڪ، اوڀر يورپ جي لوڪن جي ڀيٽ ۾ اولهہ يورپ جي لوڪن کي ٿي ڀيرا وڌيڪ ويجها آهن. اڳتي هلي ڪري اسٽيفن پي. ووڊنگ (Stephen P. Wooding) پنهنجي تحقيق وسيلي اها ڄاڻ حاصل ڪئي تہ 'ڏکڻ هندستان' جا لوڪ، يورپي ۽ اوڀر ايشيائي لوڪن جي وچ واري اَڌ جا انسان آهن. هن وڌيڪ چيو تہ 'دراوڙ' اصل ۾ ڪاڪيشيائي، منگول، آسٽريليائي ۽ نيگرو لوڪن جو گڏوچڙ نسل آهي.

**دراوڙ ۽ قديم تهذيبي آثار (Ancient Archeological Findings & Dravidians):** نئين پٿرواري زماني جي بانيڪار دراوڙ لوڪن جون زماني جون نشانيون ڳولي لهڻ ۾ مسٽر ڪارنراءِ سي. ايس (اسسٽنٽ ڪليڪٽر) جو وڏو ڪردار آهي، ڪيس ڪوجنا جو خفت هو. هن 1919ع ۾ ڪراچيءَ ڪان 20 ميل پري تعلقي ٿاٽي بولا خان جي مول نالي ماڙيءَ ۾ پٿرن جو هڪ سٽيل ڍير ڏٺو. جن تي چڪر، انن ۽ گهوڙن جون شڪلون اُڪريل هيون، هن اُن جاءِ کي 'ٺلهہ' جو نالو ڏنو. سندس خيال هو تہ اهو ٺلهہ عيسويءَ سن ڪان 150 سال اڳ جو آهي، جنهن تي نئين پٿرواري دؤر جا نشان موجود هئا. هن اتان پٿر جا ڪيترا اوزار بہ لڌا ۽ ائين هو کوجنائون ڪندو ويو ۽ کيس ڪراچيءَ ڪان انڙپور تائين اهڙا نشان نظر آيا. ننگر ٺٽي ڪان اڳتي ڳوٺ ڳُجي واريءَ وات تي 'ترڙي' وٽ ڪيس پٿر جي دؤر جو هڪ شهر بہ مليو جنهن جي چوڌاري پٿيون ڏنل هيون، هن کي انهيءَ هنڌان، ويندي جهرڪن ۽ ٻڌڪن وارين ٽڪرين مان بہ پٿر جي دؤر جا ٺهيل اوزار مليا. ان ڪان پوءِ قديم آثارن جي ماهرن اهي پاسا ويجي جاچيا، اهوئي سبب آهي، جو سرجان مارشل پنهنجي ڪتاب 'Mohen Jo Daro & Indus Civilization' جلد پهرئين جي صفحي 92 تي ڄاڻايو آهي تہ پٿر جي نئين دؤر جا نشان سنڌ ۾ لڪيءَ وارن جبلن، ڪيرٿر جبل جي قطارن ۽ روهڙيءَ وارين ٽڪرين ۾ اکيچار آهن. پٿر جي نئين دور (Neolithic Period) جي هنرمندن ۽ ڪاريگرن جي هڪ وڏي صنعت هئي. روهڙيءَ جي جبلن مان ٺهيل پٿر جا اوزار، ڏکڻ گجرات ڪان وچ ايشيا تائين موڪليا ويندا هئا. مطلب تہ هن دور ۾ نہ رڳو سيوهڻ وارو پاسو وسيل هو، پر سنڌ جي اڀرندي طرف وارين ٽڪرين يعني ٺٽي ۽ جهرڪن جي ٻڌڪن ٽڪرن ۽ انڙپور ڪان وٺي روهڙيءَ وارين ٽڪرين وارو پاسو بہ اهڙين نشانين سان ڀريل هو، جنهن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ پٿر جي نئين دور جا بانيڪار انهن علائقن ۾ آباد هئا.



مصر جو هڪ اهرام

سرجان مارشل، رچرڊ برٽن، ڪرنل پاٽينجر، بارٽل فريئر، آسڪو پارپولا ۽ ٻيا ڪيترائي عالم ان ڳالهہ تي متفق آهن تہ: "سنڌو لوڪ اصل ۾ درواڙي بنياد رکندڙ اصلوڪا لوڪ هئا. جن سنڌو ماٿريءَ ۾ اڳواٽ وسيل، نيگرائٽ، آسٽرلائڊ، آسٽرڪ، ڪولن، سنٿالن ۽ ٻين انيڪ نسلي رنگن سان گڏ، سنڌ جي عظيم تهذيب جو بنياد وجهڻ بعد، دجلہ- فرات واديءَ ۾ سميري تهذيب قائم ڪئي. قديم زماني ڪان سنڌو، نيل ۽ دجلہ- فرات درياهن جي ماٿرين جي عظيم تهذيبن ۾ هڪجهڙائي نظر اچي ٿي. مثال طور: هڪ جهڙيون مذهبي روايتون، ديوتائن ڪان سواءِ بادشاهن جا ساڳيا لقب، علم نجوم ۽ ستارن جي ميڙن يا راس چڪر جي نڪتن جو اهو ساڳيو تعداد آهي، جيڪو هندستاني جوتشين قائم ڪيو هو ۽ انهن نڪتن جي ساڳي نسبتي بيهڪ. قديم هندستاني نالي 'سر منڊل' جي جاءِ تي تارس (Taurus) نالو، يعني سرندي جي بدران ڍڳي جي شڪل. اهي سڀ علامتون هڪ گڏيل بنياد ڏيکارين ٿيون، جيڪو سنڌو ماٿريءَ ۾ تلاش ڪرڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ بند سرحدن سبب سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب پنهنجي الڳ بنيادن تي اُسري ۽ نسري هوندي ۽ انهيءَ قدامت ۽ واپاري سماج جي ڏيتي ليتيءَ جي ڪري ٻين تهذيبن ۾ هڪجهڙائي ضرور اتان پيدا ٿي پوءِ پکڙي هوندي."

سميري تهذيب ۽ اتي جا لوڪ، سنڌو تهذيب جو تسلسل رکندڙ هئا، ۽ اُن جي واڪاڻ ۽ ساراهہ مان ڏاپندا ئي ڪين هئا. هڪ آمريڪي محقق

خاتون اوميل (Aoumiel) لکي ٿي تہ: ”سميريا وارا پنهنجي واهپي جو سمورو سامان سنڌ کان گهرائيندا هئا، پر سميريا مان ڪو بہ وکر سنڌ ڏانهن ڪونہ ويندو هو. اهو سنڌ جو ڪلاسيڪي بينڪي انتظام هو ۽ ان (سنڌ) ۾ مختلف نمونن جو سامان ٺاهڻ جو وڏو اتهاس موجود هو. بلڪل ائين، جيئن



ويجهڙائيءَ وارو جوجڙيل دراوڙ لوڪن جو هڪ مندر

انگلنڊ پنهنجو تيار ٿيل مال پنهنجي ڪالونيءَ، آمريڪا ڏانهن موڪليندو هو ان ساڳئي نموني سنڌ هڪ بانيڪار (Parent) جي حيثيت ۾ پنهنجي ڪالوني سميريا ڏانهن پنهنجو وکر صدين تائين اُماڻيندي رهي.“ سميريا جا ڪيترائي حڪمران سنڌي الاصل ۽ سنڌي النسل هئا. اها اصليت سندن نالن مان بہ ظاهر آهي. جهڙوڪ سارگان-I ۽ II (اصل نالو سري گياني- I ۽ II = محترم يا ڏاهو آهن.) انهيءَ تهذيب کي اڪادي بدو عربن، شهنشاهہ حمورابيءَ جي شڪل ۾ تباهہ ڪيو. بعد ۾ درياهي وهڪري جي تبديليءَ ۽ پوءِ انهيءَ ثقافت کي اڪادين پاڻ ۾ ضم ڪري فنا ڪري ڇڏيو. ان ريت چئي سگهجي ٿو تہ دراوڙ لوڪ پنهنجي دؤر ۾ پنهنجي سهيوڳي سيپتائن (Contemporary Civilizations) ۾ سڀ کان اڳيرا ۽ ترقي يافتہ ۽ امن پسند لوڪ هئا. جن پنهنجي جاگرافيائي حدن کان ٻاهر نڪري ٻين علائقن ۾ پنهنجون واپاري بينڪون ۽ حڪومتون قائم ڪيون.

سنڌو تهذيب مان ٿي پوئين دؤر (Post- urban) ۾ جڙندڙ گنگا جمنا واديءَ واري هندي ثقافت ۽ هندو ڌرم جو تجزيو ڪندي محققن انهيءَ راءِ جو ڪليل لفظن ۾ اظهار ڪيو آهي تہ، ”هندو ثقافت ۽ مذهب جي بناوت ۾ تاڃي پيٽو دراوڙي- آريائي آهي.“ رامائڻ ۾ شري رامچندر آريا ۽ راوڻ ۾ دراوڙ تهذيب جي عڪاسي ڪن ٿا. هن داستان ۾ دراوڙي ثقافت کي آريائي ثقافت وانگر ترقي يافتہ صورت ۾ ڏيکاريو ويو آهي. رامائڻ ۾ آريائي نسلن جا شجرا ڏنل آهن. جن کي پراڻن ۾ ڏنل شجرن سان ڀيٽي ڏسجي تہ هند سنڌ جي اوائلي قومن بابت اعتبار جوڳي معلومات ملي ويندي. گنگا جمنا جي سناتن ڌرم وارن، پوڄا وقت گلن ۽ پوتر جل جو نذرانو پيش ڪرڻ ۽ جنتر منتر پڙهڻ وارو عمل دراوڙن کان سکيو. اهي نام نهاد آريا، راڳداري، گيتن ۽ ناچ کان واقف ٿي نہ هئا. اڄ بہ هنن جي ڪن ويدن جي سوترن ۾ غنايت نہ آهي.

وچ ايشيائي ڌنار قبيلن جو آريا لوڪن (Honorable peoples) جي صورت ۾ واپس اچڻ وقت سنڌو تهذيب سوکهڙيءَ جي ڪري پوين پساهن ۾ هئي. سنڌو سلطنت (Indus Empire) جي مرڪزي صوبي ۽ ڏاکڻي صوبي ۾ مک صنعتي شهرن ۽ آباديءَ وارن علائقن: موهن جي دڙي، چانهوءَ جي دڙي، ڍولي ويرا، لوٿل، هڙپا، ڪالي بنگن مان مکيہ قبيلا ۽ راڄ، راجستان (راڄ + آستان) ڏانهن لڏپلاڻ ڪري ويا هئا. اتان جي ڪمي ڪاري لوڪن (پورهيت = پشاچ لوڪن) ميرٺ ۽ گنگا واديءَ جي شهرن ۾ نيون وستيون جوڙڻ شروع ڪيون. ڪيترائي اصلوڪا سنڌو قبيلا سنڌو سلطنت جي ڏاکڻين صوبي جي اُن دؤر جي نندن واهڻن رنگ پور ۽ دوارڪا ڏانهن لڏي ويا. ۽ ان کي وسائي اوج ۽ عروج ڏنائون. جڏهن تہ انهن وچ ايشيائي ڌنار لوڪن، جن پاڻ کي ’آرين‘ جو جڙتو نالو ڏنو. تن بہ گهڻو وقت جاءِ نہ ڪيو. انهن مان ڪن قبيلن ايران ۽ ايراني بلوچستان وارن علائقن ۾ وڃي آباد ٿيڻ پسند ڪيو جتي سنڌو جت قبيلن سان رلي ملي ويا. هنن مان ڪرد نسل پيدا ٿيو جيڪو پوءِ ايراني- رومي، عراقي- ترڪي، ترڪي- رومي جنگين جي ڪري انهن ملڪن جي سرحدي علائقن ۾ آباد ٿي هڪ مڪمل ويڙهاڪ قوم جي صورت ۾ منظم ٿيو. اهي سنڌو جت قبيلا بہ دراوڙن مان اُسريا هئا. جيڪي آڳاٽن سنڌو لوڪن جو اولاد هئا.

سنڌ گهمندڙ چيني سيلاني ’هيون ٽسانگ‘ گرجارا (گجر لوڪن) کي جاٽ/ جٽ لوڪن جهڙو ئي قرار ڏنو آهي. ڊاڪٽر هينز ۽ ويسٽ فال پنهنجي ڪتاب THE JAT ۾ ڄاڻايو آهي تہ، سانگي لوڪ، جيڪي مختلف قسم جا ڀهرو: اٺ، ڳئون، مينهون، ٻڪريون ۽ رڍون ڌارڻ ۽ سانگ خاطر لڏپلاڻ ڪندا هئا، تن مان جيڪي لڏپلاڻ واري ڪرت ڇڏي ٽانيڪا ٿيا، سي گجر ۽ راجپوت سڏجڻ ۾ آيا.

قديم آثارن جي ماهرن، هڙپا، ڍولي ويرا، موهن جي دڙي جي قديم شهري ماڳن مان لڌل کيراتين جي اڀياس بعد انهن کي سنڌ ۽ پنجاب جي جتن/ جاٽن جي کوپڙين جهڙو قرار ڏنو آهي.

تاريخدان ٽئمبي (Toymbee)، چندرگپت موريا کي موهن جي دڙي جي حڪمرانن جو پونير قرار ڏنو آهي، جڏهن تہ ’ڪرنل جيمس ٽاڊ‘ سومرن کي چندرگپت موريا جو پونير قرار ڏنو آهي. اهي سمورا قبيلا اصل سنڌي ۽ آڳاٽن سنڌو لوڪن مان اُسريا آهن.

**دراوڙي ٻولي (Dravidian Language):** جي. اي. گريئرسن، پنهنجي ڪتاب ’Linguistic Survey of India‘ جي جلد-IV ۾ جرمن ماهر لسانيات (Philologist) ۽ ماهر نسليات (اُڌ ڄاڻڪ: Ethnologist) فريڊرڪ مُلر (Friedrich Muller) ۽ مسٽر هاهن (Hahn) جي حوالي سان دراوڙي (Dravidian)، سنهالي (Singhalese) ۽ مُنڊا لهجي (Munda Dialect) ۽ انهن جي لفظن (Words)، اسمن (Nouns)، ضميرن (Pronouns) ۽ فعلن (Verbs) تي ڪليل بحث ڪيو آهي. انهيءَ بحث ۾ هنن اهو دليل ڏنو آهي تہ جيئن براهوي لوڪ، نسلي طرح سان آريائي (Araians) آهن، پر هو دراوڙ لوڪن ۾ ثقافتي طرح ضم (Cultural Assimillite) ٿيل آهن، ان ڪري ڪين دراوڙ سمجهيو وڃي ٿو. ساڳيءَ ريت منڊا ۽ دراوڙي بہ جدا جدا نسل هئا، جيڪي ثقافتي طرح هڪ ٻئي سان لهہ وچڙ ۾ آيا ۽ هڪٻئي سان لساني ۽ ثقافتي طور رلي ملي هڪ ٿي ويا.

آڳاٽي سنڌو ٻوليءَ (Ancient Proto Indus Language) جي ماهر ۽ سنڌيالاجسٽ (Sindhialogist) آسڪو پارپولا (Asko Parpolo) آڳاٽن دراوڙ لوڪن جو اصلوڪو ماڳ سنڌو ماٿريءَ کي قرار ڏنو آهي ۽ مضبوط ثبوت ڏئي ٿو تہ "قديم سنڌو سڀيتا (Indus Civilization) جا باني آڳاتا دراوڙ لوڪ ئي هئا". جڏهن تہ هڪ آمريڪي محقق خاتون اؤميل (Omail) جو چوڻ آهي تہ "47000 ق. م ۾ سنڌو ماٿريءَ ۾ انسان آباد هئا. جن مان ڪي قبيلا 30000 ق.م ۾ ايران، عراق ۽ مصر کان ٿيندا فلسطين پهتا. جتان هو ڪريٽ (Crete) جي ٻيٽن تي پهتا، اُتان هو يونان (Greek)۽ پوءِ اوڀر يورپ (Eastern Europe) کان ٿيندا سڄي يورپ ۾ پکڙيا. ان کان پوءِ سنڌو ماٿريءَ مان هڪ ٻيرو ٻي لڏپلاڻ 5000 ق. م ۾ بہ ٿي هئي."




ڏکڻ هندستان ۾ دراوڙي ٻوليءَ جو نقشو

انساني نسل ۽ مذهبن جي محقق آلين ڊينيلائو (Alian Danielou) پنهنجي ڪتاب 'پيار ۽ ڪيف مستيءَ جو خدا' (Gods of Love and Ecstasy) ۾ لکيو آهي تہ "دراوڙي لوڪ، سنڌن ٻولي ۽ ثقافت سرحد پار ڪري يونوچ ساموندي ڪنارن تائين وڃي پهتي. ان ريت باسڪس (Basques)، جارجيا (Georgis)، ايران، بلوچستان، لڊيا (Lydia)، ايٽروسڪن (Etroscan)، ڪريٽ (Crete)، ڏکڻ اٽليءَ جي پيلاسجيا (Pelasgia) جي ٻولي بہ دراوڙي بنياد رکندڙ آهن." ان ريت سڄو ايشيا مائنر (Asia Minor) هن ٻوليءَ کان متاثر ٿيو. سمير، قديم ڪريٽ ۽ يونان جون قديم ٻوليون دراوڙي لوڪن ۽ سندن ٻولي، مذهب ۽ ثقافت جي اثر هيٺ آيون." اهڙي تحقيق جي بنياد تي اهو چئي سگهجي ٿو تہ آڳاٽن سنڌو لوڪن جي گهڻائي دراوڙي نسل مان هئي، جن پنهنجي تهذيبي اثر کي دنيا جي هڪ وڏي حصي تائين پهچايو ۽ انهن پٺي لوڪن، سنڌو سماج ۽ ان جي ڀرپاسي ۾ وسيل ۽ لهه وچڙ ۾ آيل ٻين گهڻن نسلن، خاص طرح سان پروٽو آسٽرلائيڊ، آرمينائيڊ، الپينائڊ، ترڪ ۽ منگول نسل جي لوڪن کي پاڻ ۾ ضم ڪري، سنڌو ماٿر ۾ هڪ پرامن ۽ ترقي ڪندڙ تهذيب جو بنياد وڌو. اڳتي هلي انهن گڏبي نسل ڪي دراوڙ ئي ڪونيو ۽ لکيو ويو هونئن بہ دنيا ۾ ڪا نسلي نُک نج پٺي جي دعويٰ نٿي ڪري سگهي، نہ ئي ڪا ٻولي نج ۽ نبار رهي آهي. دنيا جي سمورين تهذيبن تي هڪ ٻئي جو سماجي ۽ ثقافتي اثر رهيو آهي. جيئن سنڌو تهذيب ۽ آڳاٽي سنڌو ٻوليءَ جو اثر عالمگير آهي.

جرمن ماهر لسانيات، وليم جونس، جيڪو ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ پاران بنگال ۾ جج ٿي رهيو تنهن سن 1786ع ۾ لسانياتي مطالعي جي آڌار تي، يوناني، لاطيني، سنسڪرت، گاٿڪ ۽ ڪيلٽڪ آئرش ٻولين کي ڪنهن آڳاٽي هند-يورپي ٻوليءَ (Proto Indo- European Language) مان نڪتل ڄاڻايو آهي.

هند (سنڌ)- يورپي ٻولين (Indo- Europian Language) کان اڳ ۾ سڄي ڏکڻ ايشيا ۾ هڪ آڳاٽي ٻولي (Proto-Indus Language)ڳالهائي ويندي هئي، جنهن جون اٽڪل 73 اُپڀاشائون (Dialects)، پاڪستان، هندستان، سريلنڪا، نيپال، بنگلاديش ۽ برما ۾ اڄ بہ ڳالهائجن ٿيون. جڏهن تہ افغانستان ۽ ايران جي ڪجهہ ڀاڱن ۾ پڻ اهي ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون. انهن دراوڙي اُپڀاشائن جو وچور هن ريت آهي:

**ڏاکڻيون:** اهي ٻوليون ڏکڻ وارن علائقن ۾ ڳالهايون وڃن ٿيون: اليرَ باداگا، بيليري، ارولا، ڪاني ڪرن، ڪنڙ، ڪراگو ڪوتا، ڪرميا، ملايالم، پليبام، تامل، تودا، تولو.

**وچ ڏکڻ واريون:** ابوج ميريا، گوندي، ڪوئي/ڪووي، ڪوندا، ڪوئا، مندا، پينگو سگاني، تيليگو.

**وچ واريون:** ڪولامي، نائيڪي، اولاري، ڪولامي، ڏکڻ مغربي ڪولامي، ڏکڻ مشرقي ڪولامي. پرجي گدابا، درووا، مندلي گدابا، پرجي ۽ پتنگي اولار گدابا.

**اترون ٻوليون:** (پاڪستان ۽ افغانستان ۾) براهوي، ڪرومپا پهاڙي، ڪوروڪس (هندستان ۾) ۽ ڪورڪس (نيپال ۾).

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجي ڪتاب 'سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ' ۾ سنڌي ۽ دراوڙي ٻولين ۾ هڪجهڙن لفظن جي پٽي ڏني آهي، ان جا ڪجهہ مثال هتي ڏجن ٿا. سنڌي لفظن جا دراوڙي بدل لفظ ڏنگين ۾ ڏنا ويا آهن. جهڙوڪ: نرڙ (نيڙ)، وائي (واي)، ڪراڙو (ڪيٹرو)، ڪوڙو (ڪارو)، منڊ (منڊ)، تڙي (تاڙي)، اوڙاهہ (آڙ)، ڪَٽ (ڪٽ) ۽ ٻيا ڪيترائي لفظ آهن. جن جو صوتي ملهہ بہ ساڳيو سنڌيءَ جهڙو آهي. جو هر اسم جي آخر ۾ سنڌيءَ وانگر ننڍو سُر آواز (Short Vowel) اچي ٿو.

سنڌ ۽ بلوچستان ۾ موجود بروهين جا ابا ڏاڏا بہ قديم دراوڙ لوڪ هئا ۽ ساڳي قديم دراوڙي ٻولي ڳالهائيندا هئا. اڄ بہ براهوي ٻوليءَ جي نحوي بناوت دراوڙي ٻولين جهڙي آهي. سنڌ جا اوڏ باشندا، اصل ۾ دراوڙن جي نسل مان آهن. جيڪي ڏکڻ هندستان جا رهواسي هئا. هنن اتر هندستان ۾ اچڻ کان اڳ هڪ بستي آباد ڪئي، جيڪا 'اوڏر ديش' نالي سان مشهور آهي، جنهن جو اچار پوءِ ڦري 'اوڙيسا' ٿيو. اوڏن مان ڪي مارواڙ ويا، جتان پوءِ سنڌ ۾ آيا. *(وڌيڪ ڏسندا: اوڏ، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد پهريون، ص: 324).*

مهاڀارت، رامائڻ ۽ ويدن ۾ ڄاڻايل لوڪن/ قبيلن جي نالن ۽ اڄوڪي سنڌ جي قبيلن ۽ ذاتين ۾ حيرت انگيز هڪجهڙائي آهي. اهي قبيلا ۽ ذاتيون لفظي اُچارن کان سواءِ ساڳيون آهن. اهي قبيلا هن ريت آهن: موريا، ڪيريا، شوي، ڊيلها، گندرا، سنڌو پريا، منڊرا، ميد، ڪوري، آريا، سانگي، منگريا، هڪڙا، ابڙا، اهير، تڳڙ، اروڙا، ڪاڪا، ڪمبوهہ، سومرا ۽ سانگي، سنڌ- هند جي نسل مان آهن. انهن کان سواءِ تاريخ ۾ ڄاڻايل راوڙ لوڪن جون ذاتيون، سانگي، مارو ماڙيچا، ميگهواڙ، ڪولهي، ڀيل، مهر

ماڪا، چنڙ، گاگن، جيسر، مٽير، سهتا، ساند، مهر ۽ شورا اچي وڃن ٿا.

سنڌ جا ماڇر يا ميربحر، منڇر جا مهاڻا ۽ لاڙ جي انيڪ ڍنڍن ۽ ڍورن تي پوڙهيا ڪنڌڙ ۽ پَلا مارينڌڙ مياڻا ۽ ٻيا اهڙا لوڪ، جن جي ڪِرت درياهه ۽ سمنڊ سان آهي، انهن جي ٻوليءَ جي نحوي ۽ صوتياتي بناوت ڏکڻ هندستان جي دراوڙن جهڙي آهي. سنڌ جا ميربحر، ملاح ۽ ٻيا لوڪ، جيڪي ڪيترين صدين کان سنڌ، ڪڇ ۽ گجرات ۾ آباد آهن، اُهي ملبار طرف وڻج واپار لاءِ ويندا هئا. اڄ به مغليين تعلقي جاتي، پڇ ڪڇ ۽ گجرات جا وڇارا/ مير بحر پنهنجي دنگين ۾ ملبار طرف ويندا آهن ۽ اڄ به اتي ماگر ذات جا مهاڻا آباد آهن. اهو به ممڪن آهي ته ملبار وارن سان لهه وچڙ هئڻ ڪري اهي هتي آباد ٿيا هجن. سنڌ جي سمي حاڪم ڄام تماچيءَ، نوريءَ نالي مهاڻيءَ سان شادي ڪئي هئي. شاهه عبداللطيف نوري مهاڻيءَ کي ماگر جي راڻي سڏيو آهي:

تون سمون، آءٌ گندري، مون ۾ عيبن جوءِ،
پسي راڻين روءِ، متان ماگر مٽئين!

نوري ڪينجهر ڍنڍ ويجهو رهندي هئي. اڄڪلهه ڪينجهر ڍنڍ طرف ماگر ذات جا مهاڻا نه ٿا رهن، پر سجاول طرف ڪافي آهن ۽ اهو سجاول وارو پاسو 'ماڇر' سڏجي ٿو. ماڇر ۽ ماگر هڪ ئي لفظ جا الڳ الڳ اچار ۽ روپ آهن. اڳي نئين ۽ سجاول جو گهڻو حصو پاٽيءَ هيٺ هو، ڇو ته ان وقت سنڌو نديءَ نصرپور وٽان وهندي هئي. اهو زمانو 1758ع جو آهي، جنهن ڪانپوءِ درياهه رخ مٽايو ۽ هاٽوڪي واڻ ورتي، جنهنڪري قليليءَ جو اگوٺو ڦاٽ وهڻ بند ٿي ويو. درياهه جي رخ مٽائڻ سان سجاول ۽ نئين جا ميداني پٽ پڌرا ٿي پيا، جنهن تي ماڇر ذات جا مهاڻا اچي آباد ٿيا، جيڪي مڇي مارينڌا ۽ ماڻهن کي پتڻ اُڪاريندا هئا. سجاول طرف ماڇر نالي ڍنڍ به آهي، جنهن تي پڻ انهن مهاڻن تان نالو پيل آهي.

اڄوڪي دؤر ۾ تيليگو، تامل، ڪنڙ، مليالم، تُوتُو، ڪدوگو، تورو، ٻووگر، اِرُدلار، ڪوهاتر ۽ براهوي ٻولين ڳالهائيندڙن کي دراوڙ مڃيو ۽ چيو وڃي ٿو. جڏهن ته ڪن ماهرن مطابق دراوڙ لوڪن مان مراد سنڌو ماٿر جا اصلوڪا لوڪ آهي. هن وقت تامل ٻولي ڳالهائيندڙ پاڻ کي اصلوڪن کان اصلوڪا دراوڙ لوڪ سمجهن ٿا. هونئن به تامل، ترامڙ ۽ دراوڙ هڪ ئي لفظ جا مختلف اُچار آهن. جيڪي نندي ڪنڊ جي مختلف نسلن جي ميلاپ ۽ صوتي اثرن جي ڪري الڳ الڳ پر هڪ معنيٰ وارا ٿي بيٺا آهن ۽ مٿيون ٻوليون ڳالهائيندڙ سمورا ماڻهو/ لوڪ، نندي ڪنڊ جا آڳاٽا ۽ اصلوڪا لوڪ آهن. جيڪي آڳاٽي اصليت جي بنياد تي دراوڙ ليکيا ۽ لکيا ويا آهن، جڏهن ته تحقيق موجب انهن ۾ آڳاٽن آسٽريليائي لوڪن (Proto Austrloid)، آفريڪي لوڪن (Negroid) نسلن جو ميلاپ صاف نظر اچي ٿو. اهي هڪ ئي تهذيبي، ثقافتي ۽ لساني اثر هيٺ هڪ ٻئي جي نسلي لڙهين ۾ ڪنهن آڳاٽي سگهاري قديم سنڌو ثقافت ۾ ضم ٿيل آهن. ان ڪري دراوڙ جي اڄ جي دؤر ۾ معنيٰ اصلوڪا لوڪ آهي. وچ ايشيائي ڏنار لوڪن، جن سنڌ، پنجاب ۽ موجوده بلوچستان جي اُٺ چارينڌڙ ۽ مالوند سنڌو لوڪن ۾ نسلي ۽ ثقافتي طرح ضم ٿي ڪري، جت/ جاٽ/ زط، ڪرد ويندي ڪن بلوچ قبيلن کي جنم ڏنو ۽ اهي ٻئي لوڪ افغانستان، سينٽرل ايشيا، ويندي يورپ ۾ هتا ۽ جرمن ۽ ٻين يورپي ملڪن جي قومن جي وجود جو سبب بڻيا. اهو سلسلو اتهاس ۾ هزارين سال ق. م کان به اڳ کان هلندو پيو اچي. هتي دراوڙن مان مراد سنڌو تهذيب جا باني ۽ پرامن انسان ئي آهي، جيڪي مٽين گڏ وچڙ ۽ گڏبي نسل جي لوڪن جي اچڻ ۽ قبيلن جي شڪل ۾ اُسرڻ کان اڳ وارا لوڪ آهن."

**درٻاري (راڳڻي)**: درٻاري، آساوري ٺاٺ جي سمپورن ڪاڏو راڳڻي آهي. هن راڳڻيءَ جو آلاپ مٺو آهي. گنڌار آروهيءَ ۾ درٻل، امروهيءَ ۾ ڏيوت ورج اٿس. هن ۾ نڪاد ۽ پنچم جي سنگت رهي ٿي. هن جو گنڌار اندولت آهي، معنيٰ گهٽو جهولائبو آهي. هن کي ٻلمپت جي لئه ۾ ڳائڻ مناسب آهي. آروهيءَ ۾ گنڌار ڪمزور اٿس. ان لاءِ ڪافيءَ کان الڳ آهي. امروهيءَ ۾ ڏيوت ورج هجڻ ڪري آساوريءَ کان الڳ بيهي ٿي. هي راڳ مسلمانن جي ايجاد آهي.

هن راڳڻيءَ جي خاص تان: ري ري- سا- نا سا- ري ڌا- نا پا- ڌا ڌا — ناِ سا- ري سا- نا سا- ري- گا گا- ما ري- سا- ناِ سا ري- - ڌا نا پا- نا پا- ڌا- ناِ- سا- ڌا ناِ- سا- آهي. آروهي: نا سا ري ما پا ڌا نا سَا، امروهي: سا ڌا نا پا گا ما ري سا آهي.

هن راڳڻيءَ جو وادي سُر رکب آهي، جڏهن ته سموادي سُر نڪاد آهي. هيءَ راڳڻي رات جي ٻئي پهر ۾ ڳائبي آهي.

**دربان**: چوڪيدار يا در جي ٻاهران بيهي پهرو ڏيندڙ کي دربان چئبو آهي. هن جو سنسڪرت ۾ بنياد 'دوارپال' آهي، يعني دروازي جي حفاظت ڪندڙ. جنهن مان ئي بگڙي دربان بڻيو آهي، جيڪو فارسيءَ ۾ در + بان= دربان مڃيو وڃي ٿو. سنڌيءَ جي ناليواري شاعر عبدالغفور مفتون همايوني هن لفظ کي هڪ غزل ۾ استعال ڪيو آهي:

تنهنجي زلف جي بند ڪمند وڌا حيران هزارين مان نه رڳو،
تنهنجي جلوي جمال جي عيشاگري ڪيا، ملڪ مطيع ۽ وسيع وري،
ڇا جن ملائڪ حور پري 'دربان' هزارين مان نه رڳو.

- دربان، مشهور ڪهاڻيڪار حميد سنڌيءَ جي ڪهاڻيءَ جو نالو به آهي. اڄڪلهه وڏين هوٽلن جي دروازن تي مخصوص لباس پهريل دربان، اينڌڙ ويندڙ جي آڌرڀاءَ لاءِ بيهاريل هوندا آهن.

**درٻل (بيان)**: هيءَ گائيڪيءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ڪمزور يعني ڪو سُر ڪمزور ڪري هڻڻ؛ جيئن همير ڪلياڻ ۾ نڪاد ڪمزور ڪري هڻبو آهي. ٻي معنيٰ اها ٿي ته جيڪڏهن همير ڪلياڻ ۾ نڪاد زور دار هڻبو ته شام ڪلياڻ ٿي پوندو.

**دربو**: تعلقي ميهڙ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

رحيم داد سوهو، سلطان جتوئي، عبدالمجيد ٽنيو ۽ حسن واهڻ.

**درٻار**: اها جاءِ، جتي پراڻي زماني ۾ راجا يا بادشاهه پنهنجي وزيرن ڪبيرن سان گڏ ويهي ملڪ جو ڪاروبار هلائي، حڪم يا فرمان جاري ڪندا هئا. راجا/ بادشاهه جتي به ويهندو هو، منزل ڪندو هو، پوءِ اها جاءِ وقتي هجي يا مستقل، ان کي درٻار چيو ويندو هو اڳتي هلي بزرگن جي ويهڻ، سبق ڏيڻ يا مريدن کي پنهنجي حلقي ۾ وٺڻ واري هنڌ کي به درٻار چيو ويو. هي اصطلاح خاص ڪري هندو بزرگن وٽ عام مروج آهي، جيئن درٻار صاحب، درٻار هالاڻي، درٻار شڏاڻي، درٻار آسودارام وغيره. ان ڪانسواءِ هي لفظ مسلمانن وٽ رائج آهي، جيئن 'داتا درٻار' وغيره.

**درٻار دلبر آباد مورو:** هيءُ درٻار موري کان دادوءَ ايندي سوا ڪلوميٽر پنڌ تي ساڍن ڇئن ايڪڙن تي مشتمل آهي. هن درٻار ۾ هر اسلامي مهيني جي ٻئي آچر تي روحاني وجداني محفل ٿيندي آهي ۽ پندرهين شعبان تي ساليانی محفل منعقد ڪئي ويندي آهي.

**درٻار صاحب هالاڻي:** درٻار صاحب هالاڻي اُداسي ساڌن جو هڪ آشرم آهي، جنهن کي اُنهن ساڌن/ سنتن جا چيلا پُشت بہ پُشت سنڀاليندا اچن ٿا. هيءُ درٻار ڳوٺ هالاڻي، ضلعي نوشهروفيروز ۾ آهي.

درٻار صاحب هالاڻيءَ جو پايو وجهندڙ سوامي سُکديو صاحب هو. سوامي سکديو جو گُرو بابو ساڌورام هو، جيڪو اصل ۾ افغانستان جي شهر غزنيءَ جو رهاڪو هو. بابو ساڌورام کي ٻہ چيلا هئا، جن مان وڏو چيلو بابا پريتم داس ۽ ننڍو چيلو سوامي سُکديو هو. مير الهيار خان، سوامي سُکديو ۾ وڏي عقيدت ۽ ڀاوَنا رکندو هو، سو غزنيءَ مان کيس 1787ع ۾ سنڌ وٺي آيو.

مير الهيار خان حيدرآباد کان ڏهہ ڪوهہ پري ’ٽنڊو الهيار‘ نالي ڳوٺ ٻڌرايو هو، جيڪو اڄ سنڌ جو هڪ اهم شهر آهي. مير صاحب ٽنڊي الهيار ۾ ڪچي قلعي اندر پنهنجي رهڻ لاءِ جايون ٺهرايون، جڏهن تہ سوامي سُکديو کي ڪچي قلعي ٻاهران هڪ وڏو مندر ٺهرائي ڏنو، جتي سُوامي سُکديو، گروءَ جي پستڪن جي پرچار ڪندو هو. اُن دوران ڪيترا ماڻهو سُواميءَ جو درشن ڪرڻ ۽ يگيہ ۾ شامل ٿيڻ لڳا. جن مان ٿي شخص پنهنجا گهر ٻار وساري سُواميءَ جي سيوا ۾ رهيا ۽ سندس چيلا بڻجي ويا. اهي بابا سکرام داس، بابا سنت ريڻ ۽ بابا سنت سرن جي نالن سان مشهور آهن. ڪيترا سال



ٽنڊي الهيار ۾ ستسنگ ڪرڻ کانپوءِ سوامي صاحب کي اِهو خيال آيو تہ ديش ياترا ڪجي. انهيءَ خيال سان سوامي صاحب پنهنجي ننڍي چيلي بابا سنت سرن کي گاديءَ تي ويهاري، پنهنجن ٻن چيلن سکرام داس ۽ سنت ريڻ سان گڏ ديش ياترا لاءِ نڪري پيو ۽ حيدرآباد اچي پهتو جتي ڪجهہ عرصو رهڻ کانپوءِ لکيءَ جي پهاڙن طرف هليو ويو. اتان پوءِ سيوهڻ آيو، جتي بہ هڪ درٻار ٺهرايائين ۽ اُتي پرچار ڪرڻ لڳو. اها درٻار، اڄ تائين ٻائي لال داس جي ڪافي سڃاتي ٿي. (ٻائي لال داس 2009ع ۾ لاڏاڻو ڪيو) سيوهڻ واري درٻار ۾ ڪجهہ عرصي تائين رهڻ بعد سوامي سُکديو اُتي هڪ چيلي کي گاديءَ تي ويهاري، اچي نوشهري فيروز پهتو. پوءِ ڪنڊياري آيو. ڪنڊياري ٻاهران هڪڙي گهاٽي جهنگ ۾ ايڪانت ۾ رهي رياضت ڪيائين ۽ شرڌالن کي اپديش ۽ سچي راهہ جو سبق ڏيڻ لڳو. پوءِ ڪنڊيارو ڇڏي ٽن ڪوهن جي پنڌ تي هڪ گهاٽي جهنگ ۾ ڪڪائون پکو ٺاهي، پرماتما جو ڀڄن ڀاوَ ڪرڻ لڳو. مهراج جي تپسيا ۽ يوگ ڀڳتيءَ جو نتيجو اِهو نڪتو جو هالاڻي ڀلاڻي ۽ ٻين ڳوٺن جا ماڻهو درشن ڪرڻ لاءِ سواميءَ وٽ اچڻ لڳا. ان بعد سوامي سُکديو اتي هڪ پڪو آستان ٺهرايو، جيڪو ’درٻار صاحب هالاڻيءَ‘ جي نالي سان مشهور ٿيو. سوامي پنهنجن ٻنهي چيلن: بابا سکرامداس ۽ سنت ريڻ کي اُتي رهائي، پاڻ تيرٿن تي نڪري ويو. سوامي سُکديو جي غير حاضريءَ ۾ سندس چيلن ڀڄن ڀاو ۽ ڪٿا ڪيرتن جاري رکي. ڪيترا ناٿ ۽ غريب درٻار ۾ اچي رهڻ لڳا، جن کي کاڌو ۽ ڪپڙو درٻار صاحب هالاڻيءَ طرفان ملندو هو.

سوامي سُکديو جڏهن واپس موٽيو تہ درٻار ۾ رنگ متل ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ سوچيائين تہ درٻار جو ڪاروبار ۽ ٻار سکرامداس ۽ ٻين تي وجهجي، ان بعد پاڻ فارغ ٿي وڌيڪ يوگ ابياس ۽ ايشور جي ڌيان ۾ لڳي ويو. 1817ع ۾ سوامي سُکديو جو لاڏاڻو ٿيو. اُن کانپوءِ درٻار صاحب هالاڻي جو ڪم بابا مهربخش صاحب پنهنجي هٿ ۾ ڪنيو، جيڪو پورا ٽي سال هليو ۽ اهڙي طرح 03 اپريل 1892ع تي درٻار جي عمارت جُڙي راس ٿي، جنهن جو نقشو گهڻو ڪري امرتسر جي درٻار صاحب وارو رکيو ويو.

مير سهراب خان سواميءَ جي شهرت جو ٻڌي ملاقات لاءِ وٽس آيو هو ۽ ڪانئس متاثر ٿي کيس ڪجهہ زمين نذراني طور ڏني هئائين. 1896ع ۾ جڏهن مير سهراب پنهنجي پُٽ مير رستم کي خيرپور رياست جو والي مقرر ڪيو، هو جڏهن درٻار صاحب هالاڻي آيو تہ اڳ ۾ ڏنل زمين جي بخشش جو پروانو نئين سِر لکي ڏنائين.

1910ع کان اتي ويساکيءَ جو ميلو لڳرائڻ جي شروعات ٿي ۽ اڄ سوڌو اهو ميلو لڳندو رهي ٿو. درٻار صاحب هالاڻيءَ ۾ گرو گرنٿ صاحب جي براجمان ٿيڻ لاءِ سنگ مرمر جو تخت تعمير ڪرايو آهي. درٻار صاحب مٿان هڪ سونو ڪلس آهي. اُن کانسواءِ ساڌن سنتن جي ڀڄن ڪيرتن ڪرڻ ۽ ايڪانت ۾ ويهڻ لاءِ ڪيترين ئي ڪٽيائون پڻ جُڙيل آهن.

درٻار صاحب هالاڻيءَ ۾ ٻہ ماڙ جڳهيون ٺهيل آهن ۽ مکيہ دروازي کان ٻاهر اوڀر طرف هالاڻي شهر ڏانهن ويندڙ رستي تي ڪيترين ڪوٺين زائرين جي رهڻ لاءِ جُڙيل آهن. ان کانسواءِ درٻار صاحب جي اُتر ۽ ڏکڻ ۾ زرخيز زمين بہ آهي، جنهن ۾ ميوي دار باغ آهن. درٻار صاحب ۾ سنسڪرت زبان ۾ قديم ڌرمي ڪتاب موجود آهن. درٻار صاحب هالاڻي مندر ۾ اندر توڙي ٻاهر ڪٿي بہ ڪو بُت موجود ڪونهي، باقي پينٽنگ، تصويرن ۽ چترڪاريءَ جا ڪجهہ نمونا موجود آهن.

ڪلهوڙا دؤر ۾ هن مندر جي ايراضي 2200 ايڪڙ ڪن هئي، ورهاڱي کانپوءِ سموري زمين ٽرسٽ پراپرٽيءَ طور حڪومت جي نگرانيءَ ۾ آهي. سنڌ، هند توڙي سڄي ايشيا ۾ درٻار صاحب هالاڻيءَ جو مقام تمام بُلند آهي.

**درٻار عاليہ فقيرپور:** فقيرپور جي هيءَ درٻار يا مقبرو، دادو ضلعي ۽ تعلقي جي راڌڻ اسٽيشن جي اتر طرف، ٻاهرئين سگنل جي اوڀر پاسي عارف شهيد قبرستان لڳ آهي. هيءُ مقبرو ۽ درٻار پير مٺا سائينءَ جي وفات کانپوءِ 1964ع ۾ قائم ڪئي وئي. ابتدا ۾ هن قبرستان ويجهو ست

اٽ گهر هئا، پر هاڻي وڏي آبادي ٿي وئي آهي. هتي هر اسلامي مهيني جي يارهين تاريخ تي روحاني محفل ٿيندي آهي، جنهن ۾ هزارن جي تعداد ۾ ملڪ جي مختلف علائقن ۽ ٻاهرين ملڪن مان ماڻهو اچي شامل ٿيندا آهن.

**دربار مڙهي ڏيرج گر:** هيءَ ماڳ، جهول شهر ويجهو جهول - ٽوبي لنڪ روڊ تي ٿهيم شاخ لڳ، ديهه ڏام رڪي ۾ واقع آهي، جيڪا هندو جاتي جي ماڻهن لاءِ ياترا جي جاءِ آهي. گوسوامي ڏيرج گر جو اهو آشرم ۽ مڙهي جهول شهر کان ٻاهر آهي، پر هن شهر ۾ رهندڙ هندو جاتي جي ياترا جو مرڪز آهي. دربار مڙهي ڏيرج گر ٻه سئو سال کن قديم آهي. جهول جي هندو جاتين خاص ڪري مهراجن جي عرض تي اڳوڻي ايم. اين. اي ڪشنچند پاروانيءَ دربار مڙهي ڏيرج گر تي هڪ عاليشان هال ٺهرائي ڏنو.

**دربار مسڪين پور شريف:** هيءَ دربار حضرت خليفه خواجه غلام صديق بروهيءَ جي آهي. پاڻ درگاهه مسڪين پور شريف جو نالو خلافت کان پوءِ رکيائون. هيءَ درگاهه مستوئي شاخ شهدادڪوٽ کان تقريباً ٻن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي اوڀر ڏکڻ طرف آهي. خواجه غلام صديق بروهيءَ جڏهن دربار



مسڪين پور شريف قائم ڪئي ته هن اُتي مرشدن جي سنت مطابق شرعي قانون جو اجراءُ ڪيو. اتي جي هر رهواسيءَ کي قانون جو پابند ٿي رهڻو پوندو آهي. هتي فقيرن جا 60 گهر آباد آهن.

دربار مسڪين پور شريف جا ڪجهه شرعي قانون هن ريت آهن:

- شريعت جي حڪمن تي عمل ڪرڻ ۽ غير شرعي ڪمن کان پرهيز ڪرڻ.
- پنج وقت نماز باجماعت پابنديءَ سان ادا ڪرڻ.
- ڏنڊڻ هميشه پاڻ سان گڏ رکڻ.
- اگر پاڻ ۾ ڪڏهن ٻه ڪو اختلاف وغيره ٿي وڃي ته شرعي طريقي سان فيصلو ڪري حل ڪرڻ.

هن وقت هن دربار جو سجاده نشين حضرت حضور بخش زيد مجده آهي.

**دربار مهدي سائين (ماڳ):** هيءَ ماڳ راڻيپور ضلعي خيرپورميرس ۾ واقع آهي. هن يادگار جي مهاڙي سڌي، خوبصورت ڪنگرن ۽ برجين سان سينگاريل آهي. هن جي ستون بنديءَ ۾ سڌا ۽ گول ڪنيا استعمال ٿيل آهن. ٻٽن ٿنڀن جي مدد سان ست لنگهه ورانڊي ۾ داخل ٿيڻ لاءِ آهن. ڪنڊن تي ٿنڀ (Piers) آهن. سڄي ستون بنديءَ جي مٿان هڪ ڪافي ٻاهر تي وڌيل ۽ سڌي ڪنگر (Cornice) آهي، جنهن جي مٿان ويڪرو، لسو، گول سوراخن سان ٿنڀ آهي. مهاڙيءَ جي چئن برجين مان وچ واريون ٻه برجيون وڌيڪ اوچيون آهن. سمورين ننڍين وڏين برجين جي چوٽين تي نيلون آهن. ڇت گنبذ سان آهي، جنهن جو گچ اڪنڊو آهي، جنهن جي پاسن تي خوبصورت رنگين روايتي نقش آهن. گنبذ جي چوٽي اونڌي ڪنول جهڙي ڪلنگي نيل سان سينگاريل آهي. مهدي شاهه لنگ نڪتل صوفي فقير هو سندس صوفي نقطئہ نظر جي شاعري سنڌ ۾ گهڻو ڳائي وڄائي وڃي ٿي.

**ڏُريچا (ڳهه):** سنڌ ۾ ڏُريچا ڪنن ۾ پهرڻ جو هڪ ڳهه آهي، جيڪو سمات ذاتيون، خاص ڪري لاڙ ۾ راهمان ۽ ميندرا پائيندا آهن. ڏريچا 'ڏُرن' کان ننڍا ٿين ٿا ۽ ٻه ننڍا جاڙا ڏُر ملائي ڏريچا جوڙيا وڃن ٿا. ڏريچا وزن ۾ ڏُرن کان هلڪا ٿين ٿا. هيءَ ڳهه نهايت سهڻو ٿئي ٿو جنهن کي عورتون پائينديون آهن. سڪا ۽ مچتا جي صورت ۾ هيءَ ڳهه چوڪرن کي ٻه پارائيندا آهن.

**درٻيلو** [2] (شهر): درٻيلو ضلعي نوشهري فيروز جو هڪ اهم شهر آهي. تاريخي لحاظ کان درٻيلي کي ساهتي پرڳڻي ۾ وڏي اهميت حاصل رهي آهي. عربن جي فتح کان اڳ درٻيلو هڪ رياست هئي. هيءَ شهر ساهتيءَ جي اڪثر شهرن کان پراڻو آهي. 'تاريخ معصومي' ۽ 'تحفة الڪرام' ۾ ڄاڻايل آهي ته قديم وقت ۾ 'ڏيرو' ۽ 'درٻيلو' ٻه جدا مقام هئا. ڏيرو شهر جو نالو ۽ درٻيلو پرڳڻي جو نالو هو. وقت گذرڻ بعد درٻيلو سماجي ۽ سياسي اثر حاصل ڪري ويو. هتي جي عالمن، بزرگن ۽ ناميارين شخصيتن ۾ مولانا سعدو درٻيلوي، شيخ عبدالله متقي، مخدوم قاضي عثمان، مخدوم ميان عبدالجليل، قاضي ابراهيم، قاضي عبدالله، شيخ رحمت الله، شيخ حميد، شيخ عبداللطيف، سيد الهندو شاهه، سيد محمد علي شاهه ۽ سيد ظفر علي شاهه قابل ذڪر آهن. سيد محمد علي شاهه، جي. ايم. سيد جو ساٿي هو سندس فرزند ظفر علي شاهه محب وطن سياستدان آهي. پيپلزپارٽيءَ سان وابسته آهي ۽ هن وقت ايم. اين. اي آهي.

**درٻيلو** [2] (ديهه): علقي ڪنڊياري، ضلعي نوشهري فيروز جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سومرچنڊ، لاڙاڻو، تاج محمد مشوري ۽ حاجي ٻڍل سيال.

**درٻيلوي، شيخ حميد:** مشهور بزرگ شيخ حميد درٻيلويءَ بابت 'تذڪره مشاهير سنڌ' ۾ مولانا دين محمد وفائي ڄاڻايو آهي ته: "شيخ حميد درٻيلو بن قاضي عبدالله سنڌي پنهنجي وقت جو وڏو عالم هو. شيخ حميد پنهنجي پيءُ ۽ ڀاءُ سان گڏ مديني مان اچي احمد آباد ۾ رهيو ۽ اتي ئي سڪونت اختيار ڪيائين. ڪجهه عرصي ڪانپوءِ سندس والد ۽ عزيز مديني روانا ٿي ويا، پر هيءَ بزرگ احمدآباد ۾ ئي درس تدريس ۾ مصروف رهيو مير محمد معصوم بکري لکي ٿو ته: "شيخ حميد فضيلت ۽ ڪماليت جي زيورن سان سينگاريل هو نقلي ۽ عقلي علمن ۾ تمام گهڻي مهارت هئس، جنهن زماني ۾ مظفر شاهه بن سلطان محمود گجراتي (بيگڙو)، اڪبر بادشاهه جي گورنر شهاب خان تي ڪاهه ڪري احمدآباد قبضي تي قبضو ڪيو ان وقت مرزا عبدالرحيم 'خان خانان' فوج ڪشي ڪري مظفر شاهه کي گجرات مان ڪڍيو ان وقت آءٌ (مير معصوم بکري) ٻه انهيءَ فوج ۾ هئس. جڏهن اهو پرڳڻو فتح ٿي ويو، تڏهن آءٌ (مير معصوم

بکري) شيخ حميد سنڌيءَ جي خدمت ۾ حديث جو علم پرائڻ لڳس ۽ مشڪواة شريف منڍ کان وٺي پڇاڙيءَ تائين پڙهي پوري ڪيم ۽ حديث جي اجازت حاصل ڪيم. ڪجهه عرصي ڪانپوءِ شيخ حميد، نواب اعظم خان عزيز ڪوڪہ سان گڏ حج تي ويو ۽ مڪي شريف ۾ ئي هميشہ لاءِ رهي پيو. اتي حديث جو درس ڏيڻ لڳو ۽ شيخ جي لقب سان سڏجڻ لڳو. هن وقت مڪي معظمہ جي اهل حديث جو اڳواڻ آهي."

مير محمد معصوم بکريءَ 'تاريخ سنڌ' (تاريخ معصومي) يارهين صدي هجري/ سترهين صدي عيسويءَ جي اوائل ۾ لکي هئي، جنهنڪري يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ، شيخ حميد مڪي معظمہ ۾ يارهين صدي هجري (سترهين صدي عيسويءَ) جي اوائل ۾ وفات ڪئي هوندي.

**درد جو دريا**[1] (ڪتاب): هي شاعريءَ جو ڪتاب مشهور شاعر عبدالغفور عابد جي ڪلام جو مجموعو آهي، جنهن جو پيش لفظ نامور شاعر شمشير الحيدريءَ لکيو آهي. هو لکي ٿو تہ "عبدالغفور جوڻيجي سان منهنجون هڪ کان وڌيڪ نسبتون آهن. اول تہ هو منهنجو ڳوٺائي آهي، بدين جو رهاڪو. ٻيو تہ هو منهنجي پاڙي غريب آباد ۾ پلجي وڏو ٿيو آهي، ٽيون تہ هو منهنجي استاد مولوي عبدالله صاحب جو فرزند آهي. . . هن کي مون حيدرآباد ۾ تعليم وٺندي ڏٺو. تڏهن مختلف اخبارن ۾ عامل صحافيءَ جي حيثيت سان ڪم ڪري رهيو هو. . . سنڌي شاعريءَ ۾ هن بنهہ نئين گس گهڙڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ سندس خيال ۽ ادائگي اصلي آهي. . . عبدالغفور سنڌي نظم توڙي غزل جا اصل انوکا تجربا ڪيا آهن ۽ نئين زبان ۽ نئون لهجو متعارف ڪرايو آهي." ڪتاب جا ٻہ اکر محمد سومار شيخ لکيا آهن ۽ ڪتاب جو انتساب مولوي احمد ملاح جي نالي ڪيو ويو آهي. هن شعري مجموعي ۾ نظم ۽ غزل شامل آهن. ڪرائون سائيز جي 94 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت هڪ روپيو آهي، جيڪو ساگر پبليڪيشن بدين، 1970ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.




**درد جو دريا**[2] (ڪتاب): هي سنڌي ٻوليءَ جي نامور ڪهاڻيڪار ۽ ناول نويس موهن ڪلپنا مشهور ناول آهي. جڏهن مرحوم طارق اشرف وفات کان ڪجهه وقت اڳ ڀارت ويو هو تہ سندس دوست موهن ڪلپنا کيس پنهنجو هي ناول سنڌ ۾ ڇپرائڻ لاءِ اُن اُڪير سان ڏنو هو تہ، "آءٌ چاهيان ٿو تہ منهنجو هي ناول سنڌ ۾ ڇپجي". طارق اشرف هيءُ ڪتاب پنهنجي اداري پاران ڇپائڻ بدران روشني پبليڪيشن جي علي نواز گهانگهري کي پنهنجي اداري روشني پبليڪيشن پاران ڇپڻ لاءِ ڏنو. ڪتاب ڇپائيءَ جي آخري مرحلي ۾ هو تہ طارق اشرف گذاري ويو ۽ جلد موهن ڪلپنا بہ پنهنجي اباڻي وطن سنڌ کي ڏسڻ جون سموريون خواهشون دل ۾ کڻي




هن جهان کي الوداع ڪئي. هي ناول بعد ۾ روشني پبليڪيشن، 1992ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. هن ناول جي ارپنا موهن ڪلپنا، 4 آگسٽ 1991ع تي محمد ابراهيم جويي ۽ ايم. جي. اتم جي نالي ڪئي آهي. ناول جي شروعات کان پهرين موهن ڪلپنا جو سيلف پورٽريٽ ڇپيل آهي، جنهن جي آخر ۾ هن لکيو آهي تہ، "مان سرسوتيءَ جي چوٽيءَ مان ڪِريل ڦول جي هڪ پنکڙي ناهيان، پر ڪڏهن، ڪٿي، ڪنهن پنهنجو پير رکيو هو، مان ان پير جو نشان آهيان، ۽ مان اُن پير جي ڳولا ۾ آهيان."

هن ناول ۾ موهن ڪلپنا پنهنجي سنڌ سان محبت جو اٿاهہ اظهار سمايو آهي، جنهن ۾ جلاوطنيءَ جو ڪَرب ۽ درد بہ شامل آهي. سندس ناول جون هي آخري سٽون اُن جو ڀرپور اظهار آهن: "مون کي لڳي ٿو، هينئر بس هينئر، اسين عدن جي باغ مان هڪاليا ويا آهيون. اسان جو وڃايل سرڳ، اسان جو پنهنجو وطن سنڌ آهي، پر ڪو پُڇڻ وارو ڪونهي، ڪو چاهڻ وارو ڪونهي، ڪو انتظار ڪري، اهڙو بہ ڪونهي."

هي ناول موهن ڪلپنا 14 اپريل 1991ع کان 2 جون 1991ع تائين لکي پورو ڪيو هو ۽ سندس آخري ناولن مان آهي، جنهن جو پهريون ڇاپو روشني پبليڪيشن 1992ع ۾ ۽ ٻيو ڇاپو 1999ع ۾ شايع ڪيو آهي.

ڊيمي سائيز جي 102 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي ٻئي ڇاپي جي قيمت 60 روپيا آهي.

**درد جي تلاش** (ڪتاب): هي موهن ڪلپنا جي ڪهاڻين جو ٻيو مجموعو آهي، جنهن درد جي تلاش ۽ ڏهہ ٻيون ڪهاڻيون شامل آهن. سندس ڪهاڻين جو پهريون مجموعو 'ٽين ڪٽا' هو.




'درد جي تلاش' مجموعي ۾ موهن ڪلپنا جون پنج نيون ڪهاڻيون ۽ ڇهہ مختلف رسالن ۾ ڇپيل ڪهاڻيون شامل ڪيون ويون آهن، جيڪي سندس ڌرمپتنيءَ وٽان پبلشر نارائڻ ڀارتيءَ کي مليون. جنهن هي ڪهاڻي ڪتاب سنڌي ٽائيمس پبليڪيشن الهاس نگر پاران 1995ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. موهن ڪلپنا جي هنن ڪهاڻين متعلق نارائڻ ڀارتي لکي ٿو تہ، "هن مجموعي ۾ 11 ڪهاڻيون آهن، اڄ جي حالتن مطابق لکيل، اڄ جي زندگيءَ جون تصويرون آهن. . . هي ڪهاڻيون آئينو آهن اڄ جي وقت جو، پنهنجي وقت جو. . . هر ڪهاڻيءَ پٺيان ڪو نہ ڪو اُديش، ڪو سماجڪ مقصد آهي، جنهن جو پورائو ليکڪ ڪيو آهي. ڪهاڻين کان پهرين موهن ڪلپنا جو مضمون 'منهنجي رچنا پرڪريہ' ڏنو ويو آهي، جيڪو هن 30 جولاءِ 1988ع تي لکيو هو. ان ۾ موهن ڪلپنا لکي ٿو تہ، "مون گذريل چاليهن سالن ۾ اٽڪل سوا چار سئو ڪهاڻيون، اٽڪل هڪ سئو شعر، 12 ناول، آتم ڪٿا، ڪٿا، اٽڪل ويهہ ناٽڪ ۽ 30 کن تنقيدي ليک، سوين مضمون، ٻال اُپنياس (ناول)، ادبي خاڪا، تحريڪ واد ووادي ڪتاب ۽ ٻيا بحث مباحثي جا ليک لکيا آهن، جيڪڏهن اهي جمع ڪري ڇپائجن تہ اهي ڊيمي سائيز جا گهٽ ۾ گهٽ 10 هزار صفحا پار ڪري ويندا."

هن پنهنجي ’رچنيه پرڪريه‘ (تخليقي سفر) بابت لکيو آهي، ”هر طرف ڦهليل بي ترتيب هيرا موتي، ڪک پن، هوا، آڪاس، پاڻي، باھ، ڌرتي ۽ زندگي آهي ۽ ان ڪري ساھت آهي.“

موهن ڪلپنا جي هن ڊيمي سائيز جي 108 صفحن واري ڪتاب جي قيمت 30 روپيا آهي ۽ هي ڪتاب اپريل 1995ع ۾ شايع ٿيو آهي.

**درد جي ساڳي ڪٿا** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب غزل جي ناماري شاعر بخشل باغيءَ جي شاعريءَ جو ستون ڪتاب آهي. هن ڪتاب ۾ غزل، بيت، پنجڪڙا ۽ نظم شامل آهن. ڪتاب جو مهاڳ شاعر خود لکيو آهي. چار رنگي ٽائيٽل سان ڊيمي سائيز ۾ ڇپيل هيءُ ڪتاب 150 صفحن تي مشتمل آهي. ڪتاب جي بئڪ ٽائيٽل تي سنڌ جي انقلابي شاعر حليم باغيءَ جون سٽون لکيل آهن. هي ڪتاب سپ پبليڪيشن، نوابشاھ 2010ع ۾ شايع ڪيو آهي ۽ ڪتاب جي قيمت 150 روپيا آهي.




**در در جا مسافر** (ڪتاب): هي ڪتاب مشهور ڪهاڻيڪار ۽ ڊرامانگار عبدالقادر جوڻيجي جي مختصر مضمونن ۽ ڪالمن تي مشتمل آهي. اهي مضمون ۽ ڪالم روزاني ڪاوش اخبار ۾ شايع ٿيل آهن. جن کي ليکڪ مضمون سڏي ٿو. ڪتاب جو مهاڳ ليکڪ پاڻ لکيو آهي. هيءُ ڪتاب ڇهن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي: پهرئين ڀاڱي ۾ ’گم ٿي ويل اشارا‘، ’خواهشون، دعائون، پاراتا، پسڻ ۽ اڳڪٿيون‘، ’موسم‘، ’ليکڪ، ڊراڙ ۽ ڊور‘، ’اٺ گهوڙا‘، ’ڊاڻ اٺ‘ وغيره. ٻئي ڀاڱي ۾ ’سنڌ جو نسلي گهاڙيٽو‘، ’در در جا مسافر‘، ’سرسوتي، هاڪڙو ۽ سنڌو درياهه‘، ’ويهين صدي ۽ اسان جو ٽڙ‘، ٽئين ڀاڱي ۾ ’ٻه اکر زميندارن ڏانهن ٻه‘، ’روزگار جي بوريت ۽ خودڪشي‘، ’ڇرتي ساک‘، ’سنڌ ۾ ڌاڙا گرديءَ جي تاريخ‘ ۽ ’چوراٽيون ڳالهيون‘ وغيره مضمون شامل آهن. جڏهن ته چوٿين ڀاڱي ۾ ادبي مضمون: ’لطيف سائين ۽ سر رئيلزم‘، ’ڪارل سانگان جون ادب بابت ڳالهيون‘، ’نديڙين شين جو خدا‘، ’گنٽر گراس ۽ نوبل ادب انعام‘، ’اديب ۽ صحافي‘ وغيره شامل آهن. هيءُ مضمون ادب، علم الانسان، لوڪ ڏاهپ ۽ نفسيات جي موضوع تي لکيل آهن. ڊيمي سائيز جي 142 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي پهرئين ڇاپي جي قيمت 80 روپيا ۽ لائبرري ايڊيشن جي قيمت 100 روپيا آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو موهن جو دڙو پبليشنگ ايجنسي لاڙڪاڻي شايع ڪري 2001ع ۾ پڌرو ڪيو جڏهن ته ڪتاب جو ٻيو ڇاپو 2010ع ۾ روشني پبليڪيشن ڪنڊياري پڌرو ڪيو. 232 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 200 روپيا آهي.




**درد، علي محمد سولنگي**: نئين ٽهيءَ جو نوجوان شاعر علي محمد ’درد‘ ولد مير محمد سولنگي 21 نومبر 1965ع تي ڳوٺ قاضي پير محمد، ڦلجي اسٽيشن، تعلقي ۽ ضلعي دادو ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم ڳوٺ مان، مئٽرڪ ڦلجي اسٽيشن هاءِ اسڪول مان، ايم. اي سنڌ يونيورسٽيءَ ڄامشوري مان ڪيائين. ان کان سواءِ پي. ٽي. سي ۽ بي. ايڊ جا ڪورس پڻ ڪيل اٿس. هن لکڻ جي شروعات 1990ع ڌاران ڪئي. سندس شاعري، مضمون مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيندا رهن ٿا. علي محمد سولنگي شاعر، نثر نويس سان گڏ پبلشر ۽ ايڊيٽر پڻ آهي. هن دادو شهر مان ’خوشبو‘ مئگزين جاري ڪئي. بعد ۾ ’نئين خوشبوءِ‘ مئگزين جاري ڪيائين. جنهن جا ڪيترا شمارا جاري ٿيا. ان کانسواءِ ماهوار ’سونهن‘ اسلام آباد جو سب ايڊيٽر، ماهوار اردو رسالي ’دوستي‘ جو باني پڻ رهيو. هيءُ سنڌي ادبي سنگت شاخ دادو جو سيڪريٽري پڻ رهيو آهي. علي محمد سولنگيءَ جي شاعريءَ ۾ عوامي رنگ آهي ۽ ڪئسٽي شاعر آهي. هن 2012ع ۾ ثقافتي ادبي فورم دادو جو بنياد وڌو. هيءُ قلندر لعل شهباز ادبي ڪانفرنس سميت ڪيترن ئي پروگرامن جو ڪمپيئر پڻ رهيو آهي.



سندس شايع ٿيل ڪتابن ۾ ٻار گلن جا هار (ٻاراڻي شاعري: 2005ع)، چاهتن جا گلاب (شاعري) 2006ع، چاهتن جي موٽ (شاعري) 2008ع، هڪ شام جو الميو (ڪهاڻيون) 2012ع قابل ذڪر آهن. کيس مختلف طور ڪيترائي اوارڊ سرٽيفڪيٽ ملي چڪا آهن. جن ۾ سنڌي ادبي سنگت مرڪز پاران ڪتاب ’ٻار گلن جا هار‘ تي 2005ع اوارڊ، ماهوار هالار طرفان سرٽيفڪيٽ، روزاني فاسٽ ٽائيم لاڙڪاڻي طرفان بهترين شاعر اوارڊ شامل آهن. هيءُ هن وقت دادو ۾ رهائش پذير آهي.

**درد ۾ دلجوئي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي مزاحمتي ۽ قومي شاعر، راشد مورائيءَ جي غزلن تي مشتمل آهي. هن کان اڳ سندس چار شعري مجموعا: ’مينديءَ سندا ڪيت‘، ’درد جو شهر‘، ’ديوان راشد‘، ’شعلا شعلا واءِ ۾‘ ڇپجي چڪا آهن. ۽ هيءُ سندس پنجون شعري ڪتاب آهي. راشد جي شاعريءَ ۾ سڄڻ ۽ ساٿيهه، سونهن ۽ سنڌ جي چاهت جو تذڪرو موجود آهي. سندس غزل توڙي ٻي شاعري، موجوده دور ۾ مرده دلين ۾ محبت جو روح ڦوڪيندي رهي ٿي. هن ڪتاب جو مهاڳ پروفيسر اصغر پرٻائيءَ لکيو آهي. راشد مورائيءَ جي غزلن جو هيءُ ڪتاب ڊيمي سائيز جي 215 صفحن تي مشتمل آهي. سنڌ دوست فورم جي دوست، انجنيئر اصغر علي ٻرڙي هي ڪتاب نومبر 2011ع ۾ ڇپايو آهي ۽ ان جي قيمت 300 روپيا آهي.



**درد وندڙ جو ديس** (ڪتاب): هي ڪتاب، نامور اديب ۽ ڪهاڻيڪار حميد سنڌيءَ جي ڪهاڻين جو مجموعو آهي، جنهن ۾ 10 ڪهاڻيون شامل آهن. ڪتاب جي ابتدا ۾ ليکڪ 'سنڌ جي تاريخ جا پنا اڇا آهن' سري هيٺ پنهنجي ادبي سفر ۽ ڪهاڻيءَ جي ارتقا بيان ڪئي آهي، جڏهن ته برک اديب، ناول نگار، ڪهاڻيڪار ۽ ڊراما نويس آغا سليم، قمر شهباز، ماهتاب محبوب ۽ خواجه سليم جا به هن ڪتاب ۾ رايا شامل ڪيا ويا آهن.




آغا سليم 'حقيقت پسند ڪهاڻيڪار' عنوان هيٺ لکيو آهي ته، "حميد جي ڪهاڻين ۾، جنهن ڳالهه سڀ کان وڌيڪ منهنجو ڌيان ڇڪايو اها وقت جي بي رحميءَ جو غمناڪ ۽ ڏکوئيندڙ احساس آهي..." سندس گهڻي ڀاڱي ڪهاڻيون حال کان ماضيءَ ڏانهن سفر ۽ فليش بئڪ ۾ آهن، جن ۾ ماضي، حال کان وڌيڪ آهي.

ڊيمي سائيز، خوبصورت ٽائيٽل ۽ 260 صفحن تي مشتمل هيءُ ڪهاڻي ڪتاب، زندگي پبليڪيشن، حيدرآباد، 2002ع ۾ ڇپايو. جنهن جي قيمت 100 روپيا آهي.

**دردي:** تعلقي ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڊنڊي، نٿالو جمالي، لقمان خاصخيلي، جماري، ابراهيم جماري ۽ محمد علي درس.

**'دردي' صاحب خان جروار:** ناميارو شاعر صاحب خان دردي ولد محمد بخش جروار پهرين اپريل 1927ع تي ڳوٺ جهان خان جروار، تعلقي رتيديري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو.

صاحب خان درديءَ جي تعليم سنڌي فائنل هئي. هو پيشي جي لحاظ کان پرائمري استاد هو. صاحب خان 'دردي' راڳ جو وڏو پارکو هو ۽ جوانيءَ دوران راڳ ڳائيندو هو. راڳ ڳائڻ جي ڪري اڳتي هلي کيس شاعريءَ جو پڻ شوق پيدا ٿيو.

صاحب خان 'دردي' جي شاعريءَ جا اهم موضوع مذهب ۽ مجاز هئا. هو پنهنجي حوالن سان پنهنجي دؤر جو هڪ برجستو شاعر ٿي گذريو آهي. دردي، فقير طبع انسان هو هر هڪ سان پيار ۽ خلوص سان پيش ايندو هو ۽ پنهنجي دؤر جو هڪ فرض شناس استاد به هو.

صاحب خان جروار 'درديءَ' جي شاعريءَ جو هڪ مجموعو 1992ع ۾ سندس وفات بعد 'ديوان دردي' جي نالي سان شايع ٿيو آهي.

صاحب خان 'دردي' 10 اپريل 1992ع تي 65 سالن جي ڄمار ۾ وفات ڪئي.

**درزي:** ڪپڙي سبندڙ کي درزي چيو ويندو آهي. هيءُ لفظ فارسي لفظ دارزن مان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي 'سبڻ'. هن ڪرت وارا ڪيترا ماڻهو پنهنجي ذات 'درزي' سڏائين ٿا ۽ پنهنجي نسبت حضرت ادريسؑ سان ٻڌائين ٿا. ان نسبت سان 'ادريسي' سڏرائين ٿا. هو ان خيال جا آهن ته حضرت ادريسؑ سندن استاد هو، جنهن کان هو درزڪو فن سکيا هئا. مرزاپور جي درزين جا وڏا اتر پرديش جي ضلعن: اعظم ڳڙهه، فيض اباد، سلطانپور ۽ مرزاپور کان سنڌ ۾ به اچي آباد ٿيا. جيڪي هن وقت اوڊي، اردو ۽ سنڌي ڳالهائيندا آهن. سنڌ ۾ درزي الڳ ذات نه آهي، پر ڪپڙا



سبندڙ درزي سڏجن ٿا. اهي ڪهڙي به ذات جا ٿي سگهن ٿا ۽ ڪهڙي به مذهب سان واسطو رکي سگهن ٿا، پر هندستان ۾ سندن الڳ ذات آهي، جن لاءِ ضروري ناهي ته اهي درزڪو ڪم ڪندا هجن.

Encyclopedia of Indian Tribes and Castes جي مصنف ايس. ايم. چنا لکيو آهي ته هندستان جي درزين ۾ ڳنڍيل ڪٽنب جو رواج آهي.

**درزڪو ڪم:** جنهن زماني ۾ درزڪي ڪم لاءِ اڃا مشينون ايجاد نه ٿيون هيون، تڏهن درزي، سئيءَ سان ڪپڙا سبندا هئا.

اڄڪلهه درزڪي ڪم ۾ جيڪي اوزار استعمال ٿين ٿا، تن جو ذڪر هيٺ ڏجي ٿو:

**سُئي:** سُئي، ڪاج، بٽڻ، ٽوپي، ڪوڪ ۽ ڪنڊڙي هٿڻ جي ڪم ايندي آهي.

**مشين:** مشين سان سلائي ڪئي ويندي آهي. اڳي هٿ واري مشين هوندي هئي. ان کان پيرن تي هلندڙ مشين ايجاد ٿي ۽ جديد دور ۾ بجلي ۽ موٽر تي هلندڙ مشين استعمال هيٺ اچي ٿي، جنهن سان سلائيءَ جو ڪم آسان ۽ جلد ٿيڻ لڳو آهي.

**رنگين چاڪ:** رنگين چاڪ، ڪپڙي جي ڪٽائيءَ وقت، نشان ڏيڻ جي ڪم ايندا آهن.

**ليبل (اسٽيڪر):** درزي پنهنجي دڪان جي مشهوريءَ لاءِ قميص جي کيسن تي ليبل لڳائيندا آهن.

**ڪاج مشين:** پراڻي دؤر ۾ قميصن جا ڪاج سُئيءَ سان ڪڍيا هئا، پر اڄڪلهه ڪاج، مشين ذريعي خوبصورت ۽ صفائيءَ سان ڪڍيا وڃن ٿا.

**اوور لاڪ مشين:** هن مشين ذريعي سبيل ڪپڙن جي اندرين پاسن کي ٽانڪو ڏئي مضبوط بنائبو آهي.

**بکرم:** ڪالر ۽ ڪفن جي اندر بکرم وڌو ويندو آهي.

ان ڪانسواءِ درزڪي ڪم ۾ بٽڻ، ٽُو پيس ڪالر ڪپڙي جي ڪٽائيءَ جو اوڏو، ڪپڙا سبڻ جو ڌاڳو، مشين جو تيل، پلاسٽڪ ٿيلهيون، پنچ مشين، مارڪرپين، بوڪ، بال پين، پيچ ڪش وغيره ڪم ايندا آهن.

**درزي ننڍو** (پکي: Laceus Manyar/ Streak weaver): هي پکي سڄي سنڌو ماٿريءَ ۾ ۽ ان جي ويجهن جبلن ۾ ٿئي ٿو. هن پکيءَ جو جسم 14 سينٽي ميٽر ٿئي ٿو هندستان ۾ اهو پکي هر هنڌ پر نهايت اقليت ۾ ٿيندو آهي. نر پکيءَ جي چوٽي سنهري ۽ هيٺيون ٿئي ٿي، لڳ جي مند ۾ نر کي سنهري هيٺيون چوٽي ٿيندي آهي. منڍي، چهنب ۽ ڳچيءَ کان کنڌ ۽ ڪياڙيءَ تائين گهري ناسي هوندي اٿس. عام طور تي نر، مادي ۽ ٻچي جي جسم تي اندرئين پاسي گهٽا ليڪا ٿيندا اٿس. ننڍو درزي ڏسڻ ۾ وڏي درزي جهڙو ٿئي ٿو البت ان جا ليڪا ڪجهه وڌيڪ گهرا هوندا آهن. هي پکي نرم لهجي سان 'سي..... سي......سي.....' جي ٻولي ٻوليندو آهي. ڪڏهن ٽري ٽري........ يا چرڙ چرڙ........ ياق چرٽ چرٽ............ پڻ ڪندو آهي. هن پکيءَ جو تقريبن سڀئي خصلتون وڏي درزيءَ جهڙيون ٿينديون آهن. گل ۽ نرم گاهه وغيره کائيندو آهي. ڪن



مندن ۾ سيلابي مند ۾ تيلائين گاهه وارن علائقن ۾ وجي رهندو آهي. سڄي هندستان ۾ علائقن جي حساب سان فيبروري کان آڪٽوبر جي وچ ۾ لڳ ڪري ٿو. هن جو آکيرو وڏن درزين کان ڪجهه مختلف ٿئي ٿو. هي پکي پائيدار علائقن ۾ وڻن تي ٽڙ پکڙ يا ڪڏهن ڪڏهن وڏين ڪالونين ۾ ڪنهن ٻنگلي يا گهر جي ڪنڊ ۾ آکيرا جوڙيندا آهن.

**درزي وڏو** (پکي: Baya weaver/ Placeus philippinus): هي پکي سنڌو ماٿري، پوري هندستان، سري لنڪا ۽ بنگلاديش ۾ ٿئي ٿو. پاڪستان ۾ هي پکي ڪراچيءَ کان اتر پنجاب تائين، تر ۽ ڪوهستان ۾ به ٿيندو آهي. هن پکيءَ جو جسم 15 سينٽي ميٽرن جو ٿئي ٿو لڳ جي مند ۾ هن پکيءَ جو مٿو هيٺيون ۽ ڪنن توڙي ڪنڌ تائين گهرو ناسي هوندو آهي. هن جي چهنب ڪارسري ناسي ٿيندي آهي ۽ جسم تي ڪارا، ناسي، هيٺيون ۽ پورا ليڪا ٿيندا اٿس. هي پکي نرم لهجي سان 'چٽ..... چٽ.....چٽ.....' جي ٻولي ٻوليندو آهي، جنهنجي پڇاڙيءَ ۾ سيٽي دار آواز ڪندو آهي. هي پکي اناج جي فصلن کي وڏو نقصان رسائيندو آهي، پر هڪ لحاظ سان فائديمند به چئي سگهجي ٿو، جو هي ان جي جيتن کي کائي ڇڏيندو آهي. هي پکي خاص ڪري ٻچن کي پالڻ وقت زمين تي ڪريل ٻجن ۽ خوراڪ جي تلاش ۾ ٻيچينيءَ سان ٽپا ڏيندي نظر ايندو آهي، يا وري گاهن جي سنگن تان ٻج چڳندو آهي. سياري ۾ مقامي طور



رلندو آهي ۽ هي اڪثر طور پنهنجو پيچ لوڏيندو رهندو آهي. روايتي جا 3 تي ٻين پکين سان گڏجي آرام ڪندو آهي، آکيرا جوڙڻ مهل نر درزي گڏجي وڏو شور مچائيندا آهن. جنهن ما سندن جوش خروش صاف ڏسبو آهي. درزي پکي باقائدي پنهنجو آکيرو پاڻ اڏيندو آهي، تنهنڪري سندس نالو درزي پکي پيو هي پکي پوکن، سارپال، گاهين ميدانن ۽ وڻن ۾ رهي ٿو مارچ ۽ آڪٽوبر مهيني ۾ افزائشِ نسل ڪندو آهي. ان پکيءَ جو دارومدار چوماسي تي آهي. هي پکي مرليءَ جي شڪل جهڙو آکيرو ٺاهيندو آهي، جنهن ۾ هينان کان ٽيوب جهڙو اچڻ وڃڻ لاءِ رستو/ لنگهه ٺاهيندو آهي. اهو ٽنگيل آکيرو ڪنهن اڪيلي وڻ جي ٽاريءَ جي آخري چيڙي تي ٻڌل نظر ايندو آهي. هي پکي برسات جي مند ۾ گڏجي پنهنجا آکيرا ٺاهيندا آهن. ٻن ڪمرن وارا آکيرا وڏي مهارت سان ٺاهيندا آهن. هئي ڪمرا هڪٻئي جي مٿان جوڙيندا آهن. جڏهن آکيرو تياريءَ جي ويجهو ايندو آهي، تڏهن مادين درزين جو ولر اچي آکيري جو معائنو ڪندو آهي.

**درس** [1] (ذات): درس بنيادي طور تي سمات قبيلي سان تعلق رکن ٿا. درس لفظ 'مدرس' مان ورتل آهي، يعنيٰ اهي ماڻهو جيڪي مدرسن ۾ درس و تدريس جو ڪم ڪندا هجن. مذهبي ڳالهيون ٻڌائڻ يا واعظ وغيره ڪرڻ وارا. شجري جي حوالي سان راجا رائڌڻ جي اولاد مان پليءَ کي چار پٽ هئا، درس، ساند، پليجو ۽ اوڍو. انهن مان درس جو اولاد 'درس' سڏجي ٿو درسن جو شجرو هن طرح آهي: درس پٽ پلي پٽ رائڌڻ پٽ ڪاڪو پٽ سمون پٽ لاکو پٽ انڑ پٽ لاکو. درس سنڌ جي اڪثر وڏن شهرن ۽ ڳوٺن ۾ آباد آهن. سنڌ جو مشهور ڪهاڻيڪار، اديب رسول بخش درس ۽ نئين ٿهيءَ جي نمائنده شاعر حسن درس (مرحوم) جو واسطو به درس ذات سان آهي.

**درس** [2] (ديهه): تعلقي موري ۽ ضلعي نوشهري فيروز جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

درسن جو ڳوٺ، ڏٽيءَ ڏنو ڪيريو ۽ وسايو ڪيريو

**درس** 3 (ڳوٺ): هي درس ديهه ۾ موجود ننڍو شهريا ڳوٺ ورهاڱي کان اڳ چهل پهل وارو هو. هن وقت به وسندڙ ڳوٺ آهي. مورو- نوان جتوئي روڊ تي پهريون وڏو ڳوٺ يا ننڍڙو شهر آهي. پوپال ۾ رهندڙ سنڌي شاعر ڪيمن يُو. مولائيءَ جا وڏا هتي جا هئا.

**درسادوتي درياهه** (Dirsadvati River): هيءَ قديم دؤر ۾ هڪ مشهور درياهه هو. جيڪو هندستان جي علم ارضيءَ جي ماهرن ’امل ڪر‘ (Amel Ker) ۽ ’بملا گهوش‘ (Bimla Ghosh) لاڳيتن ڪوجنائن ذريعي لڌو آهي. هي درياهه نهند جڳاڌري (Nahand Jagadhri) جي ويجهو سهارنپور جي اتر کان سواليڪ (Swalik) ٽڪرين مان نڪري راجستان جي رڻ مان نڪري ضلعي سانگهڙ ۾ منڊ- جمڙائو وٽ مختلف هنڌن تي هاڪڙي درياهه سان ملندو هو. هن درياهه جي وهڪري سبب خيرپور ضلعي ۾ 2000 کن ڍنڍون وجود ۾ آيون ۽ ان کانسواءِ سانگهڙ ضلعي ۾ به ڪيترين ڍنڍون ٺهيون. مکي فرش ڍنڍ جي ڍنڍن وارو سلسلو پڻ شامل آهي.

**درس القرآن** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب غلام مصطفيٰ دادويءَ جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ پهريون سيپارو ترجمي سان گڏ شامل آهي. ليکڪ ’حقيقت حال‘ عنوان سان لکي ٿو ته، ”قرآن کي صحيح نموني ۽ قرات سان پڙهڻ ۽ ان جي سمجهڻ وارا تمام ٿورا الله تعاليٰ جا بندا ملندا. ’درس قرآن‘ جي سلسلي شروع ڪرڻ جو مقصد به اهوئي آهي ته لفظ ڌار ڪري، جيڏ ۽ ترڪيب واري طرز تي لکيو وڃي ته عام ماڻهو لفظ جي اچار ۽ ان جي معنيٰ کان واقف ٿين. هي طرز ۽ طريقو تمام مشڪل آهي، جنهن جو اندازو خود پڙهندڙ به لڳائيندا.“ ڪتاب ۾ پهرين سيپاري جي هر هڪ حرف کي جدا لکي ان جي معنيٰ ڏني وئي آهي. ڊيمي سائيزجي 51 صفحن تي مشتمل هيءَ ديني ڪتاب ’توحيد عربي مرڪز حيدرآباد‘ طرفان دارالشفاء مفيد عام دواخاني وارن 2001ع ۾ مفت ڇپرائي تقسيم ڪيو.

**درساڻو چنو**: هيءُ ڳوٺ، ديهه ۽ تپي درساڻي چني، يونين ڪائونسل ڪونڪر ۽ تعلقي ڪراچي مليرم آهي. هيءُ هڪ پراڻو ماڳ آهي. هتي درس ڏيڻ وارن جا چنا (جهوپڙا) هئا، تنهڪري هن کي ’درساڻو چنو‘ يعني درس ڏيڻ وارن جو چنو چيو ويندو هو. اُن تان هن ديهه جو اهوئي نالو پئجي ويو. هتي سيد يوسف شاهه جي درگاهه پرسان جوکين ۽ بروچن جو قديمي قبرستان موجود آهي. هي ديهه اتر اولهه پاسي مليرنئين سان، اولهه ڏکڻ پاسي ’سڪڻ نئين‘ سان ملي ٿي.



**درس، رسول بخش**: ناميارو ڪهاڻيڪار رسول بخش درس، 10 جون 1953ع تي جهمپير، ضلعي ٺٽي ۾ محمد اسماعيل درس جي گهر ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم ۽ مئٽرڪ جهمپير مان، انٽر ڊگري ڪاليج ٺٽي مان ۽ بي. اي سچل سرمست آرٽس ڪاليج، حيدرآباد مان ڪيائين. بعد ۾ ايم. اي (سنڌي) ٻي پوزيشن سان، سنڌ يونيورسٽي، ڄامشوري مان پاس ڪيائين. هن عملي زندگيءَ جو آغاز پرائمري استاد طور نومبر 1973ع کان ڪيو. ملازمت دوران 1980ع کان 1991ع تائين لرننگ ڪوآرڊينيٽر ۽ سپروائيزر به رهيو. 1992ع کان 2002ع تائين هاءِ اسڪول جهمپير ۾ استاد ۽ 2002ع کان هيل تائين سنڌيءَ جو مضمون اسپيشلسٽ طور پڙهائي رهيو آهي.



رسول بخش درس بنيادي طرح ڪهاڻيڪار آهي. سندس پهرين ڪهاڻي 1977ع ڌاري ماهوار رسالي ’تحريڪ‘ ۾ ڇپي، سندس وقت بوقت ڪهاڻيون ۽ ادبي مضمون ڇپجندا رهيا آهن. ان کان سواءِ سندس ڪيترين ڪهاڻين کي ڊرامائي تشڪيل ڏئي سنڌي چئنلن تان سولو پليز نشر ڪيا ويا آهن. رسول بخش درس، عبدالعزيز ’اثر‘ سولنگيءَ سان گڏجي ’سرسوتي‘ نالي ڪجهه رسالا به ڇپرايا هئا.

رسول بخش درس جي ڪهاڻين جو پهريون مجموعو ’سهائيءَ جي سوپ‘ (1980ع) ۽ ڪهاڻين جو ٻيو مجموعو ’سات جي موسم‘ (2005ع) شايع ٿي چڪا آهن. رسول بخش درس خاڪا نويسيءَ ۾ هڪ الڳ مقام رکي ٿو. سندس ڪجهه خاڪا ’سنڌ هيرن کاڻ‘ نالي سان ڪتابي صورت ۾ (2005ع) شايع ٿيا. انهيءَ ڪتاب جو ٻيو حصو ساڳئي نالي سان، ثقافت کاتي، حڪومت سنڌ 2012ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. هن جي ڪهاڻين جو گڏيل مجموعو ’سهائي جي سوپ‘ ڪجهه نين ڪهاڻين سميت ٻيهر ڇپائي هيٺ آهي.

رسول بخش درس موسيقيءَ سان وڏي دلچسپي رکي ٿو. جهمپير ۾ ادبي محفلون ۽ ڪچهريون رچائڻ ۽ هر آيل مهمان جو دلي آڌر ڪرڻ سندس مشغلو رهيو آهي.

**درس، ظهورالحسن، مولانا**: نامور خطيب علامه ظهورالحسن درس ولد علامه عبدالڪريم 1905ع ڌاري ڪراچيءَ ۾ پيدا ٿيو. سندس ڏاڏي علامه عبدالله درس ۽ والد شيخ الحديث علامه عبدالڪريم ڪراچيءَ ۾ ’مدرسه درسيه‘ نالي 1873ع ۾ هڪ مدرسو قائم ڪيو. جتان اڄ به ڪيترائي ماڻهو علم جو فيض حاصل ڪري رهيا آهن. هن ديني تعليم



پنهنجي والد کان حاصل ڪئي. ننڍي هوندي کان ئي پاڪ- هند جا لکين مسلمان سندس علم مان فيضياب ٿيا. هن پنهنجي سڄي زندگي ديني خدمتن ۾ گذاري. اعليٰ مقرر، فقه ۽ حديث جو ڄاڻو هو. وقت جا وڏا بزرگ سندس علمي ڄاڻ کان متاثر ٿيا. هن جوشيلين ۽ انقلابي تقريرن سان سنڌ ۾ آزاديءَ جي لهر پيدا ڪئي ۽ انگريز سرڪار کي ٽرٽلي ۾ وجهي ڇڏيو. نتيجي طور انگريز حڪومت سندس ڪيتري زمين ضبط ڪري ڇڏي. سندس شمار قائداعظم محمد علي جناح جي ويجهن ساٿين ۾ ٿيندو هو. سندس جرئت ۽ بهادريءَ کي ڏسندي قائداعظم محمد علي جناح ڪيس سنڌ جي 'بهادر يار جنگ' جو لقب ڏنو. مسلم ليگ جي وڏن جلسن ۾ علامه درس جي شموليت کي اهميت حاصل هئي. هن پاڪستان جي قيام لاءِ جدوجهد ڪئي ۽ سختيون برداشت ڪيون. قيام پاڪستان کانپوءِ عيدگاهه قصابان ڪراچيءَ ۾ پهرين عيدالفطر نماز جي پيش امامت ظهور الحسن درس ڪئي. هيءَ سرڪاري طور عيد نماز جي اجتماع جي امامت ڪندو هو. قائداعظم سميت ٻيا ڪيترائي نامور اڳواڻ ظهورالحسن جي پيش اماميءَ ۾ عيد نماز ادا ڪندا هئا. هو سياسي رهنما سان گڏوگڏ اعليٰ درجي جو اديب ۽ شاعر به هو. علامه درس عربي، فارسي، سنڌي، اردو، انگريزي، بلوچي، سرائڪي، گجراتي ۽ هندي ٻوليءَ جو ڄاڻو هو. هن ڪيترا ڪتاب لکيا، جن ۾ 'پنجتن'، 'چشم تطفِ پنجتن'، 'مسائل رمضان'، 'شمشير صداقت'، 'بياض درس'، 'خون کي آنسو' ۽ 'تحقيق القفه امافي ڪلمه الحق' شامل آهن. جن جا ڪيترائي ايڊيشن شايع ٿي چڪا آهن.

هن 14 نومبر 1972ع تي وفات ڪئي.

**درس، عبدالرحيم:** ميان عبدالرحيم ولد ميان ولي محمد درس جو جنم، 27 جنوري 1875ع تي ملاڪاتيار ۾ ٿيو. سندس وڏا اصل ۾ ڪلهوڙن جي حڪومت کان اڳ هڪ ريلا ڍنڍ ضلعي ٿرپارڪر کان لڏي اچي ملاڪاتيار ۾ آباد ٿيا. سندس ڏاڏو محمد قاسم رح غوث بهاءُالحق ذڪريا ملتاني رح جي سلسلي جو فيض يافته ۽ سهروردي طريقي جو بزرگ هو ۽ سندس والد کي امانت لنواري وارن بزرگن کان ملي، جيڪا هن کانپوءِ پنهنجي فرزند ميان عبدالرحيم کي منتقل ڪئي. عبدالرحيم فقه حديث ۽ تفسير وقت جي عالمن کان پڙهيو هن نقشبندي طريقي جي تلقين پنهنجي والد ميان ولي محمد کان ورتي. هن فارسيءَ (سڪندرنامي تائين ۽ ڪجهه عربي) جي تعليم ورتي. فقه حديث ۽ تفسير ۾ چڱي مهارت حاصل هئس. والد جي وفات کانپوءِ هي ننڍي عمر ۾ ان جي مسند تي ويٺو طريقت جا سبق والد کان ورتائين. هن وٽان ڪيترا ماڻهو فيض يافته ٿي نڪتا، جن ۾ حاجي بشام فقير ميان غلام احمد، سيد مهر شاهه، حاجي نارو فقير حيات حاجي محمد صاحب وغيره قابل ذڪر آهن. هي پنهنجي وقت جو نيڪ دل ۽ صاحب ڪرامت وارو بزرگ ٿي گذريو آهي. هن بزرگ پنهنجي سڄي حياتي الله جي عبادت ۽ تبليغ ڪندي گذاري. سندس گهڻو وقت گوشه نشينيءَ ۾ گذريو هن بزرگ 14 مارچ 1940ع تي وفات ڪئي. سندس وفات بعد سندس وڏو پٽ محمد اسحاق گادي نشين ٿيو سندس هزارين مريد ۽ پوئلڳ اڄ به سڄي سنڌ ۾ موجود آهن.

**درس، عبدالغني:** نامور صحافي ۽ اديب عبدالغني درس 29 مارچ 1956ع تي ڳوٺ الهداد چنڊ، ضلعي حيدرآباد ۾ پيدا ٿيو سندس والد جو نالو شير محمد درس آهي. هن ابتدائي تعليم نسيم پرائمري اسڪول الهداد چنڊ ڳوٺ حيدرآباد مان حاصل ڪئي. بعد ۾ مصطفيٰ اورينٽل ڪاليج مان اديب عالم فاضل، بي. اي. ڪرڻ کانپوءِ ايم. اي سوشيالاجي ۽ ايم. اي صحافت ۾ سنڌ يونيورسٽي مان ڪيائين. هن پنهنجي نوڪري ڪمپازيٽر جي حيثيت ۾ روزاني عبرت اخبار ۾ شروع ڪئي. بعد ۾ نامور صحافي ۽ ايڊيٽر خيرمحمد کوکر جي رهنمائيءَ ۾ پروف ريڊر، سب ايڊيٽر، اسسٽنٽ ايڊيٽر، نيوز ايڊيٽر، عبرت سنڌي ايڊيشن، ٻارن جي صفحي، ديني صفحن جو انچارج مقرر ڪيو ويو، پندرهن روزه ڪاوش مئگزين ۽ پندرهن روزه عبرت مئگزين ۾ ايڊيٽر طور ڪم ڪندو رهيو. بعد ۾ روزاني سنڌ نيوز ۾ انچارج ايڊيٽر ۽ روزاني خلق ۽ روزاني مهراڻ ۾ آخري ڏينهن ۾ ڪم ڪيائين.

سندس ڪهاڻين جو مجموعو 'منزل منزل دوکو' شايع ٿي چڪو آهي. هن حضرت علي عليہ السلام ۽ حضرت امام حسين عليہ السلام بابت ڪتاب تحرير پڻ ڪيو هو. هن نوجوانن، ليکڪن جي همت افزائي ۽ رهنمائي ڪري، انهن جون ڪهاڻيون شايع ڪيون. ينگ رائيٽرس گلڊ سنڌ جو ڪنوينر رهيو. سنڌ يونين ۽ ڪراچيءَ ۾ جلسن منعقد ڪرڻ تي ملٽري ڪورٽ ڪيس سزائون ڏنيون. اردو اخبار مساوات جي بحاليءَ جي جدوجهد دوران لاهور مان گرفتار ڪري پنجاب بدر ڪيو ويو. غني درس ريڊيو پاڪستان جي لاءِ فيچر ۽ ٽي وي تي پروگرام پيش ڪيا. پاڪستان نارڪو ٽيڪس ڪنٽرول بورڊ سنڌ جو صوبائي ميمبر پڻ رهيو. 1985ع ۾ ڪائونسلر جي چونڊ ۾ بيٺو. عبدالغفور درس فالج جو حملو ٿيڻ سبب 4 مارچ 2007ع تي وفات ڪري ويو.

**درس، عليم فقير:** سنڌ جي درويش وتائي فقير وانگر سچي ۽ کَري ڳالهه چئي ڏيندڙ توحيد پرست ۽ ارڏي ڪردار فقير عليم درس جو پورو نالو عبدالعليم ولد ٻڍو درس هو. هي ضلعي سانگهڙ جي درس فقيرن مان هو. سندس جنم 1301هه/1884ع ڌاري جيسلمير رياست جي هڪ ڳوٺ ڏاٽاٽو ۾ ٿيو. جتان هن جو ڏاڏو پرچي درس ۽ ٻيا خاندان جا ڀاتي لڏي پلاٽي ضلعي سانگهڙ جي کپري تعلقي جي شهر هٿونگي پرسان دمن واري ڳوٺ ۾ رهيا، جتان ٻيهر لڏي پهرين ڳمهوري ۽ پوءِ عمرڪوٽ تعلقي ۾، ڍوري ناري لڳ صابي ۾ اچي رهيا. عليم درس مدرسي جو پڙهيل هو. سنڌي (عربي ۽ ديوناگري لپين ۾) لکي سگهندو هو. سندس مذهبي ڄاڻ، مجاهدي ۽ مجادلي کان متاثر ٿي. مولوي



عليم درس سان ڳهري مشابهت رکندڙ سندس پٽ

حاجي احمد ملاح کيس ’جيئري قرآن‘ جو لقب ڏنو هو. هو پنهنجن وڏن وانگر ڪنگري وارن پيرن جي مريدن مان هو. هن جا وڏا پير صبغت الله راشديءَ جي پڳداريءَ واري رسم ۾ خاص مريد طور شريڪ ٿيا هئا. سندس دمن واري ڳوٺ ۾ عورتن پاران هڪ پير جي ڪٽ کي پوڄڻ ۽ ان کان باسون باسڻ واري بدعتي رسم سندس ذهن تبديل ڪري ڪيس مُهمجو موحد بڻائي ڇڏيو. شروع ۾ هن ڳوٺ ۾ تر جي عورتن کي سمجهايو ته: ”پوڄا جوڳو پاڻ ڌڻي، نبيو پير نه پيغمبر.“ عورتن پاران باز نه اچڻ تي هڪ ڏينهن هُن انهيءَ بدعت (ڪٽ) کي ساڙي، رک ڪري ڇڏيو.

1947ع کان ٻه ٽي ڏهاڪا اڳ مولوي عبدالرحيم پڇمي ڏکڻ سنڌ جي ڪن ڏورانهن پاڳن ۾ اسلام جي تبليغ لاءِ آيو. جيئن ته ان وقت سنڌ جي ٿر، سانگهڙ، ميرپورخاص ۽ لاڙ وارن علائقن ۾ وهم وسوڙل ۽ پير پرست ماڻهن جي گهڻائي هئي، جن ۾ ڪيترين بدعتون گهر ڪري ويون هيون. انهن غير اسلامي ڪڌين رسمن خلاف مولانا پڇميءَ جي تحريڪ ۽ ڪان جتي مولوي احمد ملاح، محمد عثمان ڏيپلائي ۽ ٻيا متاثر ٿيا. اتي عليم درس، ان کان متاثر ٿي هڪ موحد مجاهد طور نڪري نروار ٿيو ۽ لوڪ بيٽن وسيلي بدعتي ڪمن خلاف پرچار ڪرڻ لڳو. هن ڪن جڳهين تي مهم جوئي به ڪئي، جو درگاهن تان پڙ ڪٽي غريب ڳوٺاڻين عورتن ۽ نياڻين کي مٽي ڍڪڻ لاءِ پوتيون ۽ روا ڪري ورهاياڻين. ان ڏس ۾ هن ڪيترين عجيب وارداتون ڪيون. مثال طور: هڪ پيري ڏوري ناري ۾ هڪ پير جي مريدن وٽ اچڻ جو ٻڌي، ڳوٺ ڳوٺ وڃي اعلان ڪيائين ته، ”هڪ ڏاڙيل پيو اچي، پنهنجي مال ملڪيت ۽ خاص طرح لڄن جي حفاظت ڪريو.“ اهڙي اعلان تي مريد متس سخت ڏمرجي پيا.

عليم درس جي ڪجهه شاعري زماني جي دستبرد سبب ضايع ٿي وئي. سندس ڳالهيون وتائي فقير جي ڳالهين وانگر اڄ به سنڌ ۾ سگهڙ ماڻهن کان عام ٻڌڻ ۾ اينديون آهن. مثال طور:

جيئرو ڪائي، مئو مڃي،
اها ڳالهه عليم جي، عقل ۾ نه اچي!

—

پٽ اسان کي پير ڏنو ڏني ڏيءَ خدا.

—

خدا چئي هڪڙي، پير ٻڌائي ٻي!

—

پئسا ڏئي پيروٺائون، ٿيا خلق منجهه خوار،

—

ايمان اڳي ويو پئسا ويا پوءِ.

—

گڏهه ڪن گمان، انڌن ڇڏيو ايمان!

—

انڌا گڏيا انڌن سان، ويئي واٽ هٿان.

—

مُلن پيرن گڏجي، ڪئي نڳيءَ جي صلاح.

—

پڳ ٻڌائون پيريءَ جي ناهيائون نڳي.

—

پير آنداڻون پرديسي، ساڻ گڏيائون زال.

عليم درس جي بيٽن واري شاعريءَ سندس زندگيءَ ۾ وفات کان پوءِ ڪامريڊ مير محمد ٽالپر محمد اعظم قريشي ۽ ڪن ٻين دوستن لکي پاڻ وٽ رکي. ان کان سواءِ هن جا ڪيترائي واقعاتي بيت ۽ انهن جون نصيحت ڀريون پهاڪن جهڙيون سِٽون ڏکڻ سنڌ جي علائقن: سانگهڙ، ميرپورخاص، ملي، بدين ۽ ٻين شهرن ۽ ڳوٺن ۾ سگهڙ ۽ عام ماڻهو ڪچهرين ۾ ورجائيندا رهندا آهن. هو ايڏو ڪرو ماڻهو هو جو سنڌ جي ڪيترن عربي النسل پيرن کي اصل سنڌ واسي: ڪهيري، رونجها، پنهور ۽ ٻين قبيلن مان قرار ڏيندو. شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ کي جا توحيد پرست ۽ سچو سيد سڏيندو هو ۽ لطيف جا بيت پنهنجي ڪچهرين ۾ سُرسان ڳائي ٻڌائيندو هو. هو مخدوم عبدالرحيم گرهوڙيءَ کي وڏو مجاهد ۽ شهيد مڃيندو هو.

هن جي ويجهن دوستن ۾ مولوي احمد ملاح، محمد عثمان ڏيپلائي، ڪامريڊ مير محمد ٽالپر ڪامريڊ روچيرام، محمد اعظم قريشي (ميرپورخاص ڪورٽ جو ريڊر) ۽ فقير رمضان مگريو هئا. قريشي ۽ مگريو هن کي ڪورٽن جي ڪيسن ۽ ماڻهن جي تشدد کان وس پُڄندي بچائيندا هئا. جڏهن هن تي ڪجهه ڪيس مشهور ڪهاڻيڪار ۽ ليکڪ جمال ابڙي جي جج هئڻ واري ايام ڪاريءَ ۾ ميرپورخاص جي ڪورٽن ۾ هليا. تڏهن هڪ پيرو جمال ابڙي کيس چيو ته، ”چاچا پنهنجا ڪي شاهد پيش ڪر ته هن سنڌ جي مشهور بزرگن: قلندر شهباز، شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ ۽ ٻين جا نالا ولديت سوڌو شاهد طور لکايا. تڏهن ڪورٽ جي ريڊر جج جو ڌيان ڇڪايو ته هن پوڙهي (عليم درس) ته اهلِ ممات جا نالا شاهد طور لکرايا آهن.“ ان تي عليم فقير هڪدم وراڻيو ته، ”اهل مماتي پير ماڻهن کي پٽ ڏين ٿا، باقي مون مسڪين جي ڪيس ۾ شاهدي ڏيڻ نه ايندا.“



عليم درس جي آخري آرامگاهه

عليم درس کي ٻه پٽ ٻڍو ۽ صالح هئا، جن جو اولاد عبدالله ۽ صديق حال حيات آهن. هن اٽڪل 85 ورهين ۾ 24 ربيع الاول 1387ھ/ 2 جولاءِ 1967ع تي ڳوٺ صابي ۾ وفات ڪئي. سندس آخري آرام گاهه ڏوري ناري جي فقير سيهڙ مگريي جي نياڻيءَ ۽ مشهور بزرگ خاتون مائي صالحه عرف صالحان فقيرياڻيءَ جي مقام ۾ آهي.

**درس، غازي سڪرالدين:** ڊاڪٽر غازي سڪرالدين ولد محمد عارف درس، 31 مارچ 1964ع تي ڳوٺ ڏليار، تعلقي ڪپري، ضلعي سانگهڙ ۾ ڄائو. پرائمري تعليم باگڙجي، مئٽرڪ نيشنل اسلاميه هاءِ اسڪول ڪپري ۽ انٽر مسلم ڪاليج حيدرآباد مان پاس ڪيائين. 1987ع ۾ لياقت ميڊيڪل ڪاليج مان ايم. بي. بي. ايس جي ڊگري حاصل ڪيائين. هن ڊاڪٽري پيشي جي شروعات پنهنجي ڳوٺ ڏليار جي بيسڪ هيلٿ يونٽ کان ڪئي. 1990ع کان 1999ع تائين سول اسپتال حيدرآباد ۾ جام شوري ۾ سي. ايم. او ۽ رجسٽرار رهڻ کان سواءِ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ميڊيڪل آفيسر، سنڌ سيڪريٽريٽ ۾ سيڪشن آفيسر ۽ ڪراچيءَ جي اولهه ضلعي جو ڊي. سي. او (نيشنل پروگرام) تي رهيو. شهيد صبغة الله شاهه راشديءَ ۽ سنڌ جو شيدائي هو. سورهيه بادشاهه جي زندگيءَ ۽ جدوجهد تي ڪيترائي مضمون لکيائين. سندس خواهش هئي ته لنڊن جي برٽش لائبريريءَ مان سورهيه بادشاهه جي جدوجهد تي تحقيق ڪري، Ph.D ڪري. سنڌالاجيءَ ۾ ايچ. ڊي لئمبرڪ ڪارنر قائم ٿيڻ خلاف اخباري ڪالمن ذريعي سخت احتجاج ڪيائين. سورهيه بادشاهه جي ورسين تي پابنديءَ باوجود ڏليار جي علائقي ۾ وڏي پيماني تي ورسيون ملهائي مچتا ماڻيائين. مسڪينن جي مدد ۽ سهائتا خاطر مفت ميڊيڪل ڪئمپون قائم ڪرڻ، غريب شاگردن کي مفت ٽيوشن پڙهائڻ ۽ انهن جي هڙان وڙان مدد ڪرڻ پنهنجي عبادت سمجهندو هو. علائقي جي ڪافي معتبر ماڻهن کي جهالت جي ڏهڻ مان ڪڍي، پڙهائي، اعليٰ مقام تي آنديائين. پاڻ سنو مقرر، ڪمپيئر، مضمون نويس ۽ ڪالم نگار پڻ هو. 29 اپريل 2000ع تي ڦوهه جوانيءَ ۾ لاڙڪاڻي لڳ، ساهراڻي گهر ۾ قتل ٿي ويو. سندس لکيل مضمونن، تقريرن ۽ اخباري ڪالمن تي مشتمل ڪتاب 'سڪر سِر نه سانديين' 2001ع ۾ ڪپري مان شايع ٿيو، جنهن کي سندس دوستن ڊاڪٽر نور محمد پٽي، استاد محمد جمن ڳجو، عبدالواحد درس ۽ الهه وراڻي اُداسي بهڻ ترتيب ڏئي شايع ڪرايو.

**درسگاھ ٽلٽي:** سنڌ جي قديم درسگاهن مان ٽلٽيءَ جي درسگاھ اهم هئي. سمن جي دور ۾ هن درسگاھ جو تمام وڏو عروج هو. ٽلٽيءَ جو ڳوٺ هن وقت تعلقي سيوهڻ جي ڀان سعيدآباد کان 7 ڪلوميٽر ڪن اوپر تي آهي. سنڌ ۾ ٽلٽيءَ جو شهر سيوهڻ کان پوءِ جنگي نقطء نظر سان مرڪزي شهر رهيو هو. سمن جي دور ۾ ارغونن سان ٽلٽيءَ ۾ جنگيون وڙهيون ويون هيون. سيوهڻ کان پوءِ ٽلٽي، بوبڪ، ڳاها ۽ پاٽ وڏا علمي ۽ سياسي مرڪز هوندا. ٽلٽيءَ جي درسگاھ ظاهري علم سان گڏ روحاني فيض جو مرڪز هئي، جتي مخدوم بلاول وڏو محدث ۽ فقيه موجود هو. جنهن جي باري ۾ مولانا غوثي بن حسن بن موسيٰ مانڊوي، پنهنجي تصنيف 'گلزار ابرار' ۾ هدايت الله سنڌي برهانپوريءَ جي روايت سان لکيو آهي ته، "مخدوم بلاول کي خواجه خضر کان روحاني فيض حاصل ٿيو." مخدوم بلاول، بلاولي تحريڪ جو باني هو. جنهن سنڌ واسين کي ٽلٽيءَ جي درسگاھ ۾ قرآن مجيد، تفسير، حديث، فقه ۽ شريعت جي علم سان روشناس ڪيو. سڄيءَ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان ڪيترا علم جا پياسا، سندس درسگاھ ۾ علم پرائڻ آيا. مخدوم بلاول عالم، محدث ۽ فقيه هئڻ سان گڏ، ڌرتيءَ جو سچو سپوت هو جنهن دين سان گڏ وطن خاطر ارغونن سان مهاڏو اٽڪايو ۽ ارغونن ٻاران ڪيس گهاڻي ۾ پيڙي شهيد ڪيو ويو. ان وقت ۾ هن درسگاھ ۾ ڪيترا شاگرد پڙهي رهيا هئا، جيڪي اڳتي هلي وقت جا وڏا عالم ثابت ٿيا. جن ۾ مخدوم عربي ڏيپاڻو مخدوم اسحاق ۽ سندس پٽ مخدوم احمد، مخدوم احمد هالا پراڻا، درويش جرڪس (ڳوٺ ونگي چاچڪان وارو)، مخدوم جعفر بوبڪائي، مخدوم صدو لانگاهه، قاضي قاضن، شاهه صدر سنائي، قاضي ابو سعيد سيوستاني، قاضي عبدالله بن قاضي ابراهيم دربيلوي، شيخ عبدالله متقي بن مولانا سعيد دربيلوي، مولانا يونس سمرقندي، مير سيد صفائي بن سيد مرتضيٰ الحسيني الترمذي بکري، غياث الدين بکري، مير ابو سعيد پوراني بکري ۽ سندس پٽ مير بايزيد، ميرڪ مخدوم محمود، مخدوم محمود فخرپوٽو ڪاهاني ۽ سندس پٽ مولانا اثيرالدين ۽ مولانا يار محمد، شيخ قاسم ۽ سندس پٽ شيخ عيسيٰ جندالله پاٽائي، شيخ طاهر محدث پاٽائي، مولانا يونس لاڪو سنڌي، مولانا شيخ مبارڪ پاٽائي، قاضي ڏتو سيوهاڻي ۽ ٻيا ڪيترا شامل آهن. انهن سڀني شاگردن جو سرڪردو مخدوم ڏتو سيوهاڻي هو. جنهن تفسير ۽ حديث جي تڪميل ٽلٽيءَ جي درسگاھ ۾ ڪئي ۽ عربي ٻوليءَ، علم نجوم، علم جعفر ۽ ڪشف جو ماهر هو. هن مدرسي ۽ ان سان گڏ مسجد هاڻي به ٽلٽيءَ ۾ موجود آهي.

**درسگاھ چوٽياري (ڪتب خانو):** 'درسگاھ چوٽياريءَ' جو ڪتبخانو سنڌ جو انتهائي قديم ڪتبخانو هو. هن وقت ڪنڊر بڻجي قديم آثارن جي صورت اختيار ڪري چڪو آهي. چوٽيارين جو هيءُ ماڳ سانگهڙ کان 15 ميل اوڀر طرف ناري جي ڪنڌيءَ آهي. درسگاھ چوٽياريءَ بابت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکيو آهي ته: "ٽالپرن جي دور ۾ سنڌ جو تعليمي معيار ٻين علائقن جي ڀيٽ ۾ ڪنهن به طرح پوئتي ڪو نه هو." ايلس (Ellis) جي رپورٽ موجب انگريزن جي حملي کان اڳ سنڌ ۾ مقامي



تعليمي سلسلو گهڻو وسيع هو رچرڊ برٽن موجب: "سيوهڻ، ڪهڙا، مٽياري، ولهار ۽ چوٽياريون اعليٰ تعليم جا مکيه مرڪز هئا ۽ انهن هنڌن تي قائم درسگاهون اڄ جي ڪاليجن جيتري اهميت رکنديون هيون." درسگاھ چوٽياريون (چوٽياريءَ) جو باني ميون محمد مبين ڪيريو هو. هن جون ملاقاتون محمد هاشم ٺٽويءَ ۽ ميين شاهه عنات رضويءَ سان به ٿيون

هيون. مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي ٻہ سائنس خط و ڪتابت رهي هئي. درسگاهہ چوٽياريءَ جو بنياد ميين مُبين 1135-1140هہ ۾ وڌو هو. هن پنهنجي هٿ اکرن سان ڪوڙ ناياب علمي ۽ ادبي ڪتاب نقل ڪيا. جيڪي تمام سهڻن هٿ اکرن ۾ لکيل ملن ٿا. هن درسگاهہ ۾ ڪتابن جو وڏو تعداد موجود هو ۽ چوٽياري درسگاهہ ۾ پڙهندڙن اڳتي هلي علم ۽ ادب ۾ پنهنجو نالو روشن ڪيو. هن درسگاهہ جي استادن جو وڏو تعداد بہ هن ئي درسگاهہ مان پڙهيو هو.

**درسگاهہ سرينواري**: سانگهڙ ۽ ڪپري جي وچ تي، ٽنڊي مٺا خان روڊ سان، هاٿوڪي سرينواريءَ جي پر ۾، هڪ ميل اُتر طرف، پراڻي ڍوري (ڪاري ناري) جي ڪپ تي هيءَ درسگاهہ قائم هئي، جيڪا هن وقت هڪ پڙي جي شڪل ۾ موجود آهي. اٽڪل 1140-1150 هجريءَ ڌاري هيءَ درسگاهہ قائم ٿي هئي، جنهن جو باني ۽ مهتمم ميان مخدوم تاج محمد ڪيريو هو. ميان مخدوم تاج محمد ڪيريو ۽ ميان محمد مبين ولد مُجاهد ڪيريو چوٽيارين واري پهرين مسجد وانگر، درسگاهہ سرينواريءَ ۾ هڪ مسجد جوڙائي. روايت آهي تہ مائي جامان هتي هڪ پڪو کوهہ ۽ هڪ ڪڙيو بہ کوٽايو هو. اُن ڪانسواءِ مسافر طالبن لاءِ هڪ مسافر خانو بہ ٺهرايائين، جن جا نشان هن وقت ميسارجي چُڪا آهن. سانگهڙ ۽ ڪپري جي وچ تي پيرونمل جي اُتر طرف، ارڙهين ميل موريءَ ويجهو اولياءَ بهرام بريءَ سان لڳو لڳ ڏکڻ اوڀر طرف ڙاڳهين واري پٽ آهي، جنهن تي شاهہ پٽائيءَ جو تڪيو موجود آهي. شاهہ پٽائي واڳهين واري پٽ تي بہ ٽي راتيون رهڻ ڪانپوءِ، چار ميل اوڀر طرف درسگاهہ سرينواريءَ ۾ آيو هو روايت آهي تہ درسگاهہ جي طالب علمن پٽائي صاحب کي ڪو نہ سڃاتو. ڪيس تلڪ، جٽيا ۽ گيڙو رتا ڪپڙا ڏسي، جوڳي يا سامي سمجهيو ويو. مدرسي کان ٻاهر نڪري ويهڻ لاءِ زور ڀريو ويو. پر پاڻ مسڪرائيندو مدرسي ۾ ئي ويٺو رهيو. طالب علمن اهڙو اطلاع ميان تاج محمد کي ڏنو. جيڪو ترت مدرسي پهتو ۽ ڀري ڪان پٽائيءَ کي سڃاڻي ورتائين. پٽائيءَ ۽ ميان تاج محمد جيڪا گفتگو ڪئي، سا پٽ ڌڻيءَ هيٺين بيتن ۾ بيان ڪئي آهي:

ڪُوڙو تُون ڪُفر سِين، ڪافر مَ ڪوٺاءِ،
هندو هڏ نہ آهيين، جٽيو تو نہ جُڳاءِ،
تِلڪ تنِي کي لاءِ، سچا جي شرڪ سِين.
—
ڪافر ٿي تہ اُبهين، باب شرع جا ڇڏِ،
مَنَ مُشرڪَنِ گڏِ، تہ ويجهو ٿيين وصال کي.

هيءَ درسگاهہ 1200هجريءَ ڪانپوءِ بہ قائم هئي، پر زوال پذير ڪڏهن ٿي، اُن بابت ڪو مستند احوال نٿو ملي. درسگاهہ جي احاطي ۾ ڪافي تربتون آهن، جن مان هڪ تربت ميان مخدوم تاج محمد ڪيريي جي آهي.

**درسگاهہ صديقي**: هيءَ درسگاهہ سيتا، ضلعي دادوءَ ۾ انگريزن جي دور ۾ قائم ٿي. هن درسگاهہ جو باني مولانا محمد صديق سيوستاني هو. جيڪو معقول ۽ منقول جو وڏو ماهر عالم، مناظر، متڪلم ۽ فقيہ هو. هن درسگاهہ مان سوين ماڻهن درس ورتو. جيڪي پنهنجي وقت جا جيّد عالم ليکيا وڃن ٿا. تن ۾ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، مولوي عبدالعزيز ملڪاڻي، مولوي عبدالرزاق ٻوبڪائي، مولوي عبدالله سيتائي، مولوي رحمت الله سيتائي، مولوي عبدالقيوم بختيارپوري، مولوي عبدالرحيم بختيارپوري وغيره شامل آهن. هيءَ درسگاهہ پنهنجي دور جي مشهور درسگاهن ۾ شمار ڪئي ويندي هئي.

**درسگاهہ قاضي شرف الدين**: هي درسگاهہ سيوهڻ ۾ هئي، جيڪا قاضي شرف الدين قائم ڪئي هئي. قاضي شرف الدين، عالم ۽ بزرگ مخدوم محمود جي اولاد مان هو جنهن ٺٽيءَ جي مدرسي ۾ مخدوم بلاول کان تعليم حاصل ڪرڻ بعد سيوهڻ ۾ مدرسو قائم ڪري درس تدريس جو ڪم شروع ڪيو هو سنڌس درسگاهہ ۾ قرآن مجيد، حديث ۽ فقہ جي تعليم ڏني ويندي هئي، پري کان ڪيترن شاگردن وٽس اچي علم پرايو قاضي شرف الدين حديث جو تمام وڏو عالم ليکيو ويندو هو ۽ وڏا وڏا عالم وٽس اچي شريعت جي پيچيدن مسئلن جو حل ڄاڻندا هئا. مرزا شاهہ حسن ارغون کيس سيوهڻ جو قاضي مقرر ڪيو سندس درسگاهہ جي ان دؤر ۾ سڄيءَ سنڌ ۾ هاڪ هوندي هئي. هن مدرسي جي ڪيترن شاگردن جي ملڪان ملڪ هاڪ هئي، انهن مان قاضي جلال الدين، جيڪو بکر جو واپاري هو اُن آڳري ۾ وڃي علميت جي ڪمال ۽ حق پرستيءَ سبب گهڻو نالو ڪمايو آگري جي قاضي يعقوب جي معزوليءَ کان پوءِ اتي جو قاضي ۽ مدرس مقرر ٿيو سيد ابراهيم برهانپور ۾ شيخ جلال متيءَ کان تصوف جي تعليم حاصل ڪري اتي مدرسو قائم ڪيو.

**درسگاهہ مخدوم عربي ڏياٽو**: سنڌ جي قديم درسگاهن ۾ مخدوم عربي ڏياٽي جي درسگاهہ جو پڻ ذڪر ملي ٿو. مخدوم عربي ڏياٽو پير آسات جو ڀاءُ هو. وڏو عالم عارف ۽ ڪمال جو صاحب هو. هن ٺٽيءَ جي مدرسي ۾ مخدوم بلاول وٽ تعليم حاصل ڪئي هئي. هن بابت روايت آهي تہ هڪ هنڌ ويهي قرآن مجيد جا 140 ختما ڪديا هئائين. سندس درسگاهہ هالڪنڊي (هالا) ۾ هئي، جيڪا سندس پنهنجيءَ خانقاهہ ۾ قائم ٿيل هئي. ڪيترا شاگرد وٽائنس ظاهري ۽ باطني علم سان فيضياب ٿيا. مخدوم نوح رح بہ وٽائنس علم پرايو. مخدوم عربي ڏياٽي جي وفات کان پوءِ سندس پٽ مخدوم بايزيد ان درسگاهہ ۾ درس تدريس جو علم جاري رکيو. مخدوم بايزيد، پنهنجي والد کان تعليم حاصل ڪئي هئي. پاڻ والد جيان ظاهري علم سان گڏ باطني علم جو صاحب هو.

**درسگاهہ مصلح الدين**: هيءَ درسگاهہ ٺٽي ۾ قائم هئي، جيڪا ان وقت جي عالم ۽ محدث مولانا مصلح الدين لاري ٺٽويءَ قائم ڪئي هئي. سندس مدرسي ۾ ان وقت وڏن عالمن جي نگرانيءَ ۾ قرآن مجيد، حديث، عربي، فارسيءَ فقہ جي تعليم ڏني ويندي هئي. وقت جا وڏا عالم عربيءَ جون ڏکيون شرحون هن مدرسي مان پڙهيا. عربيءَ جي فيض لاءِ پري پري کان ڪيترا شاگرد اچي هتي تعليم حاصل ڪندا هئا.

مولانا مصلح الدين حديث جو تمام وڏو ڄاڻو هو، ان ڪري وقت جي عالمن ۽ حاڪمن وٽ سندس وڏي عزت هوندي هئي. شاهہ حسن ارغون بہ وٽس پڙهيو هو. هن درسگاهہ ۾ ٻين علمن سان گڏ خوشنويسي ۽ خطاطي بہ سيکاري ويندي هئي. ناليوارا خوشنويس ۽ خطاط، حافظ رشيد، سيد حسن، مخدوم الياس، سيد رحمت الله، سيد علي، ميان شيخ محمد،

شيخ محمد پناهہ، ملا عبدالرشيد، محمد مقيم، ملا محمد صوفي، مير محمد طاهر نسياني ۽ شجاع ٺٽوي بہ هن درسگاهہ جا ترتيب يافتہ هئا. مولانا مصلح الدين درس تدريس سان گڏ تصنيف ۽ تاليف جو ڪم بہ ڪندو هو. ڪيترا رسالا پڻ لکيائين.

**درسگاهہ هاشميہ:** مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو مدرسو 'دارالعلوم هاشميہ' جي نالي سان سنڌ ۾ گهڻو مشهور هو. مخدوم محمد هاشم ٺٽوي اعليٰ پايي جو عالم ۽ محدث ٿي گذريو آهي. جنهن پهرين ميرپور بٺوري جي پرسان بهرام پور ۾ مدرسو قائم ڪيو. ڪجهہ عرصي تائين اتي ديني تعليم جي درس ڏيڻ سان گڏ غير شرعي رسمن خلاف پرچار ڪندو رهيو. ان ڪان پوءِ بهرام پور ڇڏي ٺٽي ۾ رهائش پذير ٿيو جتي 'دارالعلوم هاشميہ' جي نالي سان مدرسو قائم ڪيائين. جنهن بعد سندس علم جي ساک دور دراز تائين پکڙجي وئي ۽ ڪيترا طالب علم سندس علمي فيض مان فيضياب ٿيا. سندس مدرسي مان سنڌ ۽ سنڌ ڪان ٻاهر جا ڪيترا شاگرد پڙهي وڏا فقيہ ۽ محدث ٿي نڪتا، جن مان گهڻن جا نالا تاريخ جي ورقن ۾ درج ٿي ويا. سندس وڏو پٽ مخدوم عبدالرحمان، فقہ ۽ حديث جو وڏو ماهر هو. جنهن پنهنجي والد ڪان تعليم حاصل ڪئي هئي. سندس ٻيو پٽ مخدوم عبداللطيف، جيڪو والد جي وفات بعد مسند نشين ٿيو ۽ والد جي مدرسي ۾ درس جو علم شروع ڪيو هو.

**در سلطان جو مقام (ماڳ):** هيءُ تاريخي مقام نوشهري فيروز ڪان اوير پاسي وسيع ايراضيءَ تي پکڙيل آهي، جيڪو مخدوم ميان عبدالرحمان عرف ميان در سلطان جي نالي سان منسوب آهي. هن تاريخي مقام ۾ ڪيترن ئي بزرگن، صوفين ۽ اولياء الله جون قبرون موجود آهن. ميان درس سلطان جي خاندان جا سيئي بزرگن هن مقام ۾ مدفن آهن. جن ۾ پير ڪمال قابل ذڪر آهي، جيڪو صاحب ديوان صوفي شاعر هو. جنهن جي ديوان کي سنڌي ادبي بورڊ 'ڪليات ڪمال' جي نالي سان شايع ڪرايو هو. ان ڪانسواءِ هن مقام ۾ مشهور قانوندان پير قربان علي، پير تراب علي، پير جمال ۽ پير خالد سيف الله بہ مدفون آهن. پير ڳوٺ جي جد امجد حضرت عثمان بري جي قبر بہ انهيءَ مقام ۾ موجود آهي. ان ڪانسواءِ قاضي خاندان جا وڏا عالم قاضي حافظ عبدالقدوس ۽ حڪيم قاضي عبدالهادي بہ هتي دفن ٿيل آهن. ان ڪان علاوه ٻيا بہ هزارن جي تعداد ۾ علماء ڪرام، صوفياء ڪرام، شاعر، قانوندان، ماهر تعليم ۽ حڪيم هتي مدفون آهي.

**درس للو:** هيءُ درويش ساڪري پرڳڻي جي رسول آباد شهر جي رهندڙ خليفي بايزيد جي اولاد مان هو اڪثر ڪوهستاني ماڻهو پشت بہ پشت شيخ بايزيد جا مريد آهن. درس بہ مرشد جي اشاري تي ٺٽي ۾ آيو ۽ خواجن جي هڪ جماعت کي اسلام ۾ داخل ڪري، ڪجهہ وقت انهن جي محلي (هاٿوڪي نو رسيہ محلي) ۾ هڪ مسجد جي سامهون 'جملي پير واري' ميدان ۾ اچي رهيو. اها مسجد ٺٽي ۾ نهايت ئي جهوني مسجد طور مشهور هئي ۽ ان کي هاڻي حاجي محمد قائم نالي سان سڏيو وڃي ٿو درس للو ۽ درس امين محمد انهي ميدان تي هڪ ٻئي سان صحبتون ڪندا هئا. تنهنڪري اهو ميدان عام خلق ۾ 'جملي پير' جي ميدان نالي سان مشهور آهي. انهيءَ ڪانپوءِ درس للو انهيءَ جاءِ ڪان مغلواڙي لڏي آيو ۽ اچي اتي رهيو. جتي هاڻي سندس اولاد رهي ٿو. هن جي وفات ڪانپوءِ سندس وڏو فرزند شيخ ابراهيم جاءِ نشين ٿيو ان ڪانپوءِ ميان احمد بزرگن جي گاديءَ تي ويٺو.

**درس، محمد سچل:** مشهور الغوزي نواز محمد سچل درس، جهمپير، ضلعي ٺٽي ۾ 1916ع ڌاري جنم ورتو هن ننڍيءَ ڄمار يعني 14 سالن جي وهيءَ ۾ الغوزو وڄائڻ شروع ڪيو. جهمپير ۾ هوٽلن يا شادين مرادين ۾ مشهور فنڪارن علي محمد بانسريءَ واري، شاهہ محمد نابينا نڙ واري، استاد الهہ بخش الغوزي واري کي فن پيش ڪندي ۽ استاد محمد جمن کي بانسري وڄائيندي ڏسي، محمد سچل کي بہ شوق پيدا ٿيو ۽ الهہ بخش جاکري کي استاد ڪري، ان کان ٻينن/ الغوزي جون بنيادي ڳالهيون. لهرا ۽ ڌُنون سکيو ۽ ننڍي الهيار مان 14 آنن ۾ الغوزو وٺي وڄائڻ لڳو. 32-1931ع ڌاري مقامي طرح سمورا لهرا وڄائي ويندو هو.



هن ورهاڱي کان اڳ ريوا مل کان هارمونيم وڄائڻ جي بہ سکيا ورتي ۽ جڏهن ريوا مل ورهاڱي وقت ڀارت لڏي ويو تہ اهو هارمونيم سچل درس کي ڏئي ويو. هن ڪجهہ وقت لاءِ ٻي قدري ڏسي الغوزو وڄائڻ ڇڏي ڏنو پر جڏهن ريڊيو پاڪستان تان مصري خان جمالي ۽ خميسي خان کي الغوزو وڄائيندي ٻُڌائين تہ هڪ ڀيرو وري الغوزو وڄائڻ شروع ڪيائين. ان وچ ۾ راڳ ۽ راڳڻين جي سمجهہ بہ حاصل ڪري ورتائين. جڏهن محمد سچل جي استاد الغوزو وڄائڻ ڇڏي ڏنو تہ هن ننڍي الهيار مان نئين قسم جون ٻينون 150 روپين ۾ ورتيون. ابتدا ۾ جهمپير جي استاد راڳي الهڏني ڪوڪر (استاد مير محمد خان جي شاگرد) ۽ ڍولڪ نواز جان محمد مڱڻهار سان گڏ لئہ ۽ تال جي سنگت ڪندو هو. پوءِ گڏجي پنهنجو جوڙ ناهيائون. جنهن ۾ الهڏني ڪوڪر ۽ جان محمد سان گڏ الهبچايو لاسي (گهڙي وارو) ۽ فقيرو ڪوڪر (ٻينجو نواز) بہ شامل هوندا هئا. ائين هنن ڪيترا پروگرام ڪيا ۽ شادين مرادين ۾ بہ خوب ڳايو. محمد سچل درس الغوزي تي يمن ڪلياڻ، پوريا ڌناسري، ميان جي ٽوڙي، مغلائي، مالڪوس، ڀيروي، پهاڙي، تلنگ، ڪاموڏ، ميگهہ ۽ ٻين سُرن وڄائڻ ۾ وڏي مهارت رکندو هو.

هن پي. ٽي. وي تي سڀ کان اڳ 'سنڌ سينگار' پروگرام ۾ حصو ورتو ۽ سنڌس آڊيشن مشهور براڊڪاسٽر عبدالڪريم بلوچ ورتي. ان بعد هو ريڊيو پاڪستان ڪراچيءَ تي آڊيشن لاءِ ويو. جتي خواجہ امداد عليءَ سنڌس ۽ ٻچل ڍولڪ واري جي گڏيل آڊيشن ورتي ۽ ائين استاد محمد سچل پي. ٽي. وي ۽ ريڊيو جو مقبول الغوزي نواز بنجي ويو. هن ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي بہ ڪيترائي پروگرام ڪيا.

ڪجهہ سال اڳ استاد محمد سچل درس تي فالج جو حملو ٿيو هو. ان ڪري سنڌس ريڊيو تي پروگرام بہ بند ٿي ويا. پوءِ بہ حال سارو شادين مرادين ۾ وڄائيندو رهندو هو.

استاد محمد سچل درس کي مغلائي، چنچل، ڏاڍري، تين تال ۽ ڪلواڙي تي ڪمال حاصل هو.

**درس، محمد واصل:** محمد واصل ولد رحمت الله درس پنهنجي وقت جو ناميارو عالم، فاضل ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. محقق ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي ڄاڻايو آهي ته: محمد واصل ابن ميان رحمت الله درس، ٺٽي ۾ 1853ع ڌاري پيدا ٿيو هيءُ پنهنجي دؤر جو عالم، فاضل، حڪيم ۽ شاعر هو. سندس علمي پورهيو، سسئي پنهونءَ جو منظوم قصو 'گلزار واصل' نالي سان ڇپيل آهي. سندس ڪلام، قصن جي ان سلسلي جو حصو آهي، جنهن ۾ مولوي عبدالله ڪڙيي واري جو قصو ليليٰ مجنون، حفيظ تيوڻي جو مومل راڻو ۽ ٻيا قصا اچي وڃن ٿا. محمد واصل درس 1920ع ڌاري وفات ڪئي.



هن جي ڪلام تي مشتمل مثنوي 'گلزار واصل' 7518 بيت/ شعر هئا، جيڪي سسئي پنهونءَ جو داستان (منظوم) بابت هئا.

**درس ميد (مزار):** هي سومرا دؤر جو ماڳ آهي. جيڪو ڇيل بند، تعلقي ڪنري، ضلعي عمرڪوٽ ۾ واقع آهي. ڇيل بند جي ڏکڻ طرف ڏيري جي ڳوٺ کان ميل ڪن ڏکڻ اولهه طرف هڪ شاخ جي ساڄي ڪناري تي گهاٽي جهنگ ۾ درس ميد جو قبرستان آهي. مقام جي پوري وچ تي درس ميد جي مزار آهي. جنهن جي سيراندي کان پوري پٿر جي ننڍڙن پيرن واري هڪ صندلي رکيل آهي، جنهن کي درس ميد جي ڪرسي چوندا آهن. ان ڪرسيءَ تي 'پالي خط' جهڙا ڪي اکر اڪريل آهن. روايت آهي ته هتي شاه عبداللطيف ڀٽائي مختصر چلو ڪڍيو هو.

**درسي:** تعلقي موري، ضلعي نوشهرو فيروز جي هڪ ديهه، جنهن ۾ ڏٽي ڏنو ڪيريو ۽ وسايو ڪيريو نالي ٻه ڳوٺ آباد آهن.

**درشن هيٺيون:** ضلعي دادو تعلقي جوهيءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سڄڻ پلائي، امام بخش جتوئي، مير صاحب، مصري ميربحر، وارياسو منڊو ميربحر، ڊرگهه هيٺين، نور خان پنهور، مورو لغاري، اهريا ڳوٺ، سهراب جمالي، نمر بجاڻي، ميراڻ ماڇي ۽ ملو خان جتوئي.

**درشني ۽ درسني (ڪتاب):** هي ڪتاب سنڌ هند جي ناميارې اديب، ڪهاڻيڪار، ناول نويس ۽ نقاد، لعل پشپ جي تنقيدي مضمونن جو مجموعو آهي، جنهن ۾ سنڌيءَ جي پهرين ڪهاڻي (لعلچند امرڏني مل جي 'حرمکيءَ جا')، جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي (شيخ اياز جي خطن جي ڪتاب)، ڪڙي ڪيل مڪان جي بنياد تي ڳالهائڻ ضروري (هريش واسواڻيءَ جي تنقيد تي تنقيد)، سنڌي ڪهاڻين جا مختلف دؤر،




سنڌي ڪهاڻيءَ جي تنقيد، اڄوڪي سنڌي ڪهاڻيءَ تي آلوچنا، سنڌي ساهتڪارن جا رچناتمڪ مسئلا، دل جي بستي (وشنو ڀاٽيا جي ڪهاڻي ڪتاب تي تنقيد)، جيون ڌارا (ڪيرت مهرچنداڻيءَ جي ڪهاڻين تي تنقيد)، دل جو دل ۾ (ڪيرت ٻاٻاڻيءَ جي ڪهاڻي ڪتاب تي تنقيد) کان سواءِ اي. ايم. فاسٽر بابت مضمون ۽ شيخ اياز جو هڪ خط به شامل ڪيو ويو آهي. آخر ۾ درسني عنوان هيٺ ليکڪ 'جائزو' ۽ 'آئيني جي اڳيان' عنوان هيٺ سيلف پورٽريٽ ڏنو آهي. ڪرائون سائيز جي 126 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب پرهه ڦٽي ماهوار (ممبئي) پاران اپريل 1972ع ۾ ڇپايو ويو ۽ ڪتاب جي قيمت 3.50 روپيا آهي.

**درشهوار سيد، ڊاڪٽر:** نامور اديب ۽ سماج سڌارڪ ڊاڪٽر درشهوار سيد، سنڌ جي قومي سياستدان جي. ايم. سيد جي ڌيءَ جو جنم 21 مارچ 1942ع تي اباڻي ڳوٺ سن، ضلعي ڄامشوري ۾ ٿيو جيئن ئي پڙهڻ جيڏي ٿي ته ملڪ جو ورهاڱو ٿيو ۽ 1947ع ۾ هندن لڏپلاڻ ڪئي. ان ڪري سن جي گرلز پرائمري اسڪول ۾ پڙهائيندڙ ماسترياڻيون پڻ لڏي ويون، جنهنڪري ابتدائي طور ڪيس حيدر منزل ڪراچيءَ ۾ پائرن سان گڏ رهايو ويو ۽ ابتدا کان مئٽرڪ تائين ۽ بعد ۾ بي. اي 1967ع ۾ سينٽ جوزف اسڪول ۽ پوءِ ڪاليج ڪراچيءَ مان ڪيائين. 1969ع ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ مان ايم. اي فلاسافيءَ ۾ ڪيائين، جڏهن ته فارسي زبان جو سرٽيفڪيٽ ڪورس سنڌ يونيورسٽي، ڄامشوري مان 1972ع ۾ ڪيائين. ان دوران ئي سندس والد جي. ايم. سيد کيس پي. ايڇ. ڊي ڪرائڻ جو خيال ظاهر ڪيو. 1974ع ڌاري ڊاڪٽريٽ جي ڊگري حاصل ڪرڻ لاءِ لنڊن وئي. پهرين 1978ع ۾ سسيڪس يونيورسٽي (Sussex University) ۾ داخل ٿي ۽ پوءِ لنڊن جي ايشين سائوٽ اسٽڊيز مان 1984ع ۾ پي. ايڇ. ڊي جي ڊگري حاصل ڪيائين.



هيءَ پهرين سنڌي عورت آهي، جنهن شاه لطيف تي انگريزيءَ ۾ ڊاڪٽريٽ ڪئي. سندس پڙهائيءَ جي معاملي تان 'آل سنڌ سيد سادات' جماعت سميت گهر جي ڪجهه فردن مخالفت ڪئي، پر سندس والد جي. ايم. سيد هر ڳالهه کي پوئتي رکي کيس پڙهايو، جنهن جو احوال جي. ايم. سيد ۽ درشهوار جي وچ ۾ ٿيل خط و ڪتابت جي ڪتاب 'ڏونگر سي ڏورينديون' ۾ پڻ موجود آهي، جنهن ۾ کيس مخاطب ٿي جي. ايم. سيد هڪ هنڌ لکيو هو ته: "تنهنجي علم جي حصول جي ڪاميابي، منهنجي مشن جي تڪميل جو واڌارو آهي." پيءُ جي ان خواب کي سنڌ جي هن لائق نياڻي سچو ثابت ڪري ڏيکاريو. سندس شمار سنڌ جي تعليمي ماهرن ۾ ٿئي ٿو. ڊاڪٽر درشهوار سيد کي سنڌي، انگريزي، اردو ۽ فارسي ٻولين تي عبور حاصل هو. کيس پيار ۽ احترام مان 'جيجي' به سڏيو ويندو هو. هن 1985ع کان 1991ع تائين ڪراچي يونيورسٽيءَ جي پاڪستان اسٽڊي سينٽر جوائن ڪيو ۽ اتي لڳاتار تاريخ جو مضمون پڙهايائين. ليڪچرار ۽ اسسٽنٽ پروفيسر جي عهدي تي فائز رهي. ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ درس تدريس جا

فرض سرانجام ڏيڻ سان گڏ، 1991ع ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ جي ’شاهه عبداللطيف چيئر‘ جي ڊائريڪٽر جي عهدي تي فائز ٿي. سندس انگريزي ڪتاب ‘Universal Message of Shah Abdul Latif’ 1986ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪيو. ’لطيفي ڪهاڻيان‘ (اردوءَ ۾) 1993ع ۾ شايع ٿيو. ’شاهه عبداللطيف جي موسيقي‘ عنوان سان سندس ترتيب ڏنل ڪتاب ’شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر‘ 1992ع ۾ شايع ڪيو. سندس سنڌي، اردو، انگريزي ٻولين ۾ لکيل ڪوڙ سارا مقالا مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿي چڪا آهن. هن ڪيترن قومي ۽ عالمي سطح جي سيمينارن ۽ ڪانفرنسن ۾ شرڪت ڪئي ۽ اتي مقالا پڙهيا. کيس ڪافي تعداد ۾ اوارڊ به مليا، جن ۾ 1985ع ۾ ’ارنسٽ ٽرمپ اوارڊ‘، 1988ع ۾ ’لطيف گولڊ ميڊل اوارڊ‘. ساڳئي سال ’گورنمينٽ آف سنڌ ڪيش اوارڊ‘، 1990ع ۾ ’سچل سرمست اوارڊ‘ شامل آهن. هن آل سنڌ وومين ايسوسيئيشن جو بنياد رکي، سنڌي عورتن ۾ جاڳرتا آڻڻ لاءِ ۽ انهن جي حقن لاءِ پتوڙيو ۽ ڪيترن شهرن جا دورا پڻ ڪيائين.

ان ڪانسواءِ شاهه لطيف چيئر ۾ رهڻ دوران هن (1) ’تحقيق جو طريقيڪار‘، (2) ’شاهه لطيف تي تحقيق‘، (3) ’ببليوگرافي آف شاهه لطيف‘، (4) ’شاهه جو رسالو‘ (چئن ٻولين ۾) لکيا ۽ سهيڙي ڇپايا.

ڊاڪٽر درشهوار سيد 1997ع ۾ وفات ڪئي.

**در ڪليوئي رهيو (ڪتاب)**: هيءُ ڪتاب صحافي ۽ ڪهاڻيڪار امين ارباب جي ريڊيائي افسانن/ ناٽڪن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ وطن پرستيءَ ۽ رومانوي احساسن جا موضوع موجود آهن. اداري پاران نوٽ موهن مدهوش لکيو آهي، جڏهن ته ڪتاب تي ناليواري ليکڪ عبدالقادر جوڻيجي جو مختصر تاثر ۽ مهاڳ نامور اديب ۽ براڊ ڪاسٽر نصير مرزا جو لکيل آهي. ڪتاب ۾ 44 ريڊيائي ناٽڪ شامل آهن. بئڪ ٽائيٽل تي مصنف جي فن ۽ نئين صنف ريڊيائي ناٽڪ جي دريافت تي نامور ليکڪا ريٽا شهاڻيءَ جو تاثر ڏنل آهي. چار رنگي ٽائيٽل سان، ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ 119 صفحا آهن.




هيءُ ڪتاب ڪويتا پبليڪيشن، حيدرآباد، مئي 2006ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي.

**دُرگا (راڳڻي)**: دُرگا جي نالي سان بلاول ٺاٽ ۾ راڳڻي به آهي، پر درگا کي کماچ ٺاٽ جي راڳڻي به چيو ويندو آهي. هيءَ راڳڻي اوڊو يعني پنجن سُرن جي راڳڻي آهي. هن ۾ رکب ۽ پنچم ورج سُر آهن. هن جو وادي سُر گنڌار آهي، جتي مڌم ۽ ڌيوت جي سنگت رهي ٿي. ان ڪري ڀاڳيسري جي ٿوريءَ صورت نظر ايندي آهي، پر ڀاڳيسري ۾ گنڌار ڪومل آهي ۽ دُرگا ۾ گنڌار تيور آهي. ان فرق کان سواءِ رکب جو سُر ورج آهي، ان ڪري جهنجهوٽيءَ کان الڳ ٿي بيهي ٿي. ان کان سواءِ ڌيوت هٽڻ ۽ پنچم کي نه لڳائڻ سان، تلنگ کان به الڳ صورت اختيار ڪري ٿي. هن ۾ ٻئي نکاد لڳن ٿا. هن راڳڻيءَ جي خاص تان: سا - گي- ما گي- نا ڌي- ما گي- گي ما ڌي- نا ڌي- ما گي سا، آروهي: سا گي ما ڌي ني سَا، امروهي: سا نا ڌي ما گي سا، ۽ وادي سُر گنڌار آهي. هن راڳڻيءَ جي ڳائڻ جو وقت رات جو ٻيو پهر آهي.

**درگا جو دڙو**: هيءُ اسلامي دؤر جو ماڳ آهي، جيڪو ضلعي ميرپورخاص جي ديهه اڪڙيءَ ۾ محمد طفيل پنجابيءَ جي زمين ۾ هڪ دڙي جي صورت ۾ آهي، جتان ڪجهه رنگين ٺڪريون ۽ ٽامي جا سڪا ماڻهن کي هٿ آيا هئا، اتان جي ماڻهن جو خيال آهي ته انهيءَ دڙي ۾ دنيا پوريل آهي، جنهن جي حفاظت هڪ وڏو نانگ ۽ ڪجهه ديو ڪري رهيا آهن، انهيءَ دڙي کي سڌو ڪري پوک ڪرڻ جي ڪوشش به ڪئي وئي آهي، پر اتفاق اهڙو ٿيو آهي جو هڪ ٻه دفعا ٽريڪٽر جي چين ٽٽي پئي آهي، تنهنڪري ماڻهن جي وهم ۾ ويتر اضافو آيو آهي.

**درگا ديوي**: هندومت ۾ دُرگا ديوي، هڪ مقدس ديوي ۽ ماتا جو جنگجو وارو روپ آهي. سنسڪرت ۾ لفظ دُرگا جي معنيٰ آهي قلعو يا اهڙي جڳهه جيڪا فتح ڪرڻ ۾ ڏُکي هجي. درگا جي هڪ معنيٰ ’درگاتناشني‘ به آهي، جنهن جو مطلب ڏُک يا مصيبت دُور ڪندڙ آهي. هندو يقين رکندا آهن ته درگا ديوي ڪين دنيا جي سيني براين ۽ شيطاني قوتن کان بچائي ٿي. سندن ڏُک سُور به ختم ڪري، من جون مرادون پوريون ڪري ٿي. درگا جي جيڪا تصوير چٽي وئي آهي، اُن ۾ کيس اٺن کان ڏهه هٿ ڏيکاريل آهن، جيڪي اٺن کان ڏهن رستن يا رخن کي ظاهر ڪن ٿا. انهيءَ جو اهو مطلب آهي ته درگا ديوي پنهنجي عقيدتمندن جو هر رخ کان تحفظ ڪري ٿي.



درگا ديويءَ کي ٽن اکين واري ديوي به سڏيو ويندو آهي ۽ انهن ٽن اکين جي وضاحت هن ريت ڪئي وئي آهي. کاٻي اک چنڊ (روشنيءَ) کي ظاهر ڪري ٿي، ساڄي اک سج جي عمل کي ۽ وچين اک باهه جي ڄاڻ کي ظاهر ڪري ٿي. درگا ديوي، شينهن تي ويٺل آهي، اهو شينهن اختيار، طاقت ۽ پختي عزم کي ظاهر ڪري ٿو. درگا ديويءَ ڪالڪا يا ڪالي ماتا جو روپ ڌاري شيطان مهيشورا کي شڪست ڏني هئي. درگا شڪتي ديويءَ جو ڪاوڙيل ۽ جوشيلو روپ آهي، جنهنڪري درگا جي فتح جو ڏڻ ’دسهڙو‘ ڪري ملهايو ويجي ٿو (وڌيڪ ڏسو: دسهڙو).

اهڙيءَ طرح چنڊ مَنڊ (دئيت) جو به خاتمو ڪيو، تنهنڪري کيس چاموندا ۽ چنڊيڪا پڻ چيو ويجي ٿو. هندن جي عقيدي موجب درگاديوي ڪيترن ئي اَسُرن، دئيتن ۽ راڪشسن جو خاتمو ڪري، ڌرتيءَ تي ظلم ۽ اَنياءَ جو پڻ خاتمو ڪيو آهي، جنهنڪري مٿس ڪيترا ئي نالا پيا آهن.

درگا ديويءَ جا نوَ (9) روپ ڄاڻايا وڃن ٿا. انهن مان هر هڪ روپ جا به انيڪ روپ ڏيکاريا ويا آهن. نوراتن دوران کي هندو درگا ديويءَ جي نوَن روپن جي پوڄا ڪندا آهن، اهي مکيه روپ هي آهن: شئل پُتري، برهمچارڻي، چندر گهنٽا، ڪشماندا، سڪند ماتا، ڪاتياني، ڪال ياتري، مهاگوري ۽ سِڌ ڌاتري. انهن نوَن روپن سبب ’نوَدُرگا‘ يا ’نوَن روپن واري دُرگا‘ پڻ چيو ويجي ٿو.

**درگاهه بودلو بهار:** بودلي بهار جي درگاهه سيوهڻ ديري، ضلعي خيرپور ميرس ۾ آهي. هن بزرگ جو سچو نالو حاجنان شاهه عرف بودلو بهار هو. جنهن لاءِ عام طور چيو وڃي ٿو تہ هو قلندر لعل شهباز جي خاص مريدن مان هو ۽ ان کان ڪافي عرصو اڳ سيوهڻ ۾ پهتو هو. سندس درگاهه سيوهڻ ۾ بہ مرجع خلائق آهي. هي سندس تڪيو ٿي سگهي ٿو. پر عام روايتن موجب هي سيوهڻ کان پوءِ هتي اچي رهيو هو. جتي سندس درگاهه آهي. سندس مزار پڪين سرن سان هڪ ٿلهي ٺهيل آهي. هن کان اڳ واري درگاهه ڪلهوڙي حاڪم ميان نور محمد ڪلهوڙي جوڙائي هئي، جيڪا ٺهي هئي. موجوده درگاهه نئين ٺهيل آهي. ان لاءِ پراڻي درگاهه جا نشان نظر ڪونہ ٿا اچن. درگاهه/ مقبرو لِتل نہ آهي، سِرُون اگهاڙيون آهن. نڪووري ڪو اهڙو نشان آهي تہ ڪو مقبرو ڪنهن مسالي سان لتو بہ ويو هوندو. مقبري جي مهڙ اوير ۾ آهي. اولهہ ۾ ڪو بہ محراب ڏنل نہ آهي. چورس مقبرو سچو سرن جي پانيلن سان طاقن ۾ ورهايل آهي. تنهي پاسي 18- 18 طاق ٺهيل آهن. جيڪي مستطيل رٽ جا آهن. حاشيو سيمينٽ جو ٺهيل آهي. مقبري ۾ اندر 16 قبرون آهن. جن مان هڪ عورت جي قبر آهي، جنهن کي 'مها راڻيءَ' جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو. روايتن موجب هن جي نالي ٿي راڻيپور جو شهر ٻَڌل آهي. هن درگاهه جا گهڻا مريد هندو فرقي سان تعلق رکن ٿا. بهار جي مند ۾ هتي ميلو بہ لڳندو آهي. روايتن موجب بودلا سنڌ ۾ ڪل ست آهن. جيڪي مختلف هنڌن تي آرامي آهن. جن مان هڪ بودلو سڪندر سيوهڻ ۾ آهي، جنهن جي مزار اڑل واهہ لڳ قلعي جي آهي. ٻيو بودلو روهڙيءَ ۾ چون ٿا.

**درگاهه جهنگل شاهه** (ماڳ): جهنگل جي درگاهه دادو شهر ۾، مارڪيٽ روڊ لڳ قاضين واري مسجد جي پويان، راءِ بازار ڏانهن ويندڙ گهٽيءَ ۾ موجود آهي. جهنگل شاهہ، دادو شاهہ اول جو سئوٽ چيو وڃي ٿو. جهنگل شاهہ جي موجوده درگاهہ نئين جوڙايل آهي، پر پراڻا سلسلا بہ نظر



اچن ٿا. دادو شهر ۾ هيءَ واحد درگاهہ آهي، جنهن تي هر ماهہ ميلو لڳي ٿو جنهن ۾ مشاعرو بہ ٿيندو آهي. الهنواز رڪٽائي پنهنجي حياتيءَ ۾ هتي محفلون مچائيندو هو. دادوءَ جا شاعر ۽ راڳي گڏ ٿي راڳ جي محفل ڪندا آهن. هن وقت استاد بخاريءَ جو نياٽو سيد هدايت حسين شاهہ لڪياري انهيءَ درگاهہ جو سجاده نشين آهي. درگاهہ گاربرن ٽيئرن جي ڇت سان ٻَڌل آهي. مٿي گنبذ گول، ڳچ ڪي هوا لاءِ دريون ڏنل آهن. اندر جهنگل شاهہ جي قبر کان سواءِ سندس ڪن پوئيرن جون قبرون آهن.

**درگاهه حضرت ابراهيم شاهه بهلاڻي:** هيءَ درگاهه تعلقي محرابپور، ضلعي نوشهري فيروز جي شهر بهلاڻي ۾ واقع آهي. درگاهہ ڪلهوڙن جي دور ۾ تعمير ٿي، جنهن جي ٻيهر مرمت ٿيل آهي. ابراهيم شاهہ ڪلهوڙن جي دور حڪومت ۾ اهم صوفي اولياءَ ٿي گذريو آهي. سندس زندگيءَ بابت وڌيڪ احوال نٿو ملي. درگاهہ کي چوديواري ڏنل آهي، جنهن اندر نمن



۽ سرنهن وغيره جا وڻ بيٺل آهن. مقبري اڳياڙيءَ ۾ اگڻ تي قبرن جون ڪچيون بنيون آهن، جن تي گهاٽن ۽ وڏن وڻن جو ڇانورو رهي ٿو. مقبري جي مهاڙيءَ ۾ ٽي طاق آهن. جن مان وچون طاق وڏو آهي، جنهن ۾ نوڪائين ونگ ۾ چوڪائي سان ڪاٺ جو در لڳل آهي. در جي مٿان ۽ پاسن وارن طاقن ۾ ڪسي دريون ۽ روشندان آهن. جن جي مٿين ڪنارين تي نيريون ڪاشيءَ جون سرون نصب ڪيون ويون آهن. مقبري جي باقي ٻنهي پاسن کان بہ مهاڙيءَ وارو ساڳيو نمونو رکيو ويو آهي. ٻيڙ ٻني واري هيٺين ڪناريءَ تي بہ ڪاشيءَ جي سرن سان ڊزائين ٺاهي وئي آهي. مقبري تي ڪنڌ جوڙون ڏئي انڪنڊو ڳچ رکيو ويو آهي، جنهن جي چئني طرفن کان نوڪائين ونگ سان محرابي شڪل جا ڪسي روشندان ٺاهيا ويا آهن. ڳچ تي گول گنبذ آهي، جنهن تي ننڍڙي مناري مٿان نيل نصب ڪئي آهي. درگاهه جي اندرين ديوار تي ڪجهہ لڪتون اڪريل آهن. ان کان سواءِ سموري ديوار تي خوبصورت نقش نگار آهن. مقبري جي اندر چئني طرفن تي نوڪدار ڪسي محراب آهن. مقبري اندر پنجن کان وڌيڪ قبرون آهن. جن مان هڪ موڙ سان ابراهيم شاهہ جي آهي. انهيءَ مقبري جي پرسان ٿي هڪ ٻيو مقبرو بيٺين جو مقبرو سڏجي ٿو جنهن ۾ زيارتين کي وڃڻ جي اجازت نہ آهي.

**درگاهه حيدر شاهه جيلاني:** هيءَ ماڳ ڳوٺ ڏيپارجا، ديهہ ڊولو شاهہ، تعلقو موري ۾ واقع آهي. هن ماڳ جي بيهڪ "49.7 '47 °26 ڊگربون اتر ويڪرائي ڦاڪ "42.5 '56 °67 ڊگربون اوير ڊگهائي ڦاڪ تي واقع آهي، جڏهن تہ ڊيگهہ 25.5 فوٽ ۽ ويڪر 26.5 فوٽ آهي. مقبرو جديد طرز تعمير تي پڪ سرائون ٺهيل آهن. مٿس ڪو بہ گنبذ وغيره اڏيل ڪونہ آهي، ڇت خالي اٿس، چوڏاري قبرستان ۾ گهيريل آهي. مقبرو سٺي حالت ۾ آهي. لنگهہ اوير ۾ ڏنل اٿس، دروازو 9.8 فوٽ ويڪرو آهي. اولهہ طرف 3.4 فوٽ جو ويڪرو محراب ڏنل آهي. ٿلهي تي هڪ قبر آهي.

**درگاهہ خوش خير محمد فقير:** هيءَ درگاهہ ڳوٺ خوش خير محمد هيسباڻي، تعلقي فيض گنج، ضلعي خيرپور ميرس ۾ واقع آهي. مقبري تي سنو ڪم ٿيل آهي. هن بزرگ لاءِ تاريخي تذڪرن ۾ اچي ٿو ته هيءَ ميان آدم شاهہ ڪلهوڙي سان گڏ پنجاب جي شهر ساهيوال مان سنڌ آيو ۽



هتي ئي مقيم ٿيو. سال 1294هہ ۾ ٽڳڙن جي شهر ۾ وفات ڪيائين، جتي ڪيس امانت طور دفن ڪيو ويو هو. بعد ۾ سندس مڙهہ هتي آندو ويو. هيءَ سرائيڪي ڪافيءَ جو وڏو شاعر ڪري مڃيو وڃي ٿو (وڌيڪ ڏسو: خوش خير محمد، جلد چوٿون).

درگاهہ/ مقبري تائين پهچڻ لاءِ مين روڊ کان ننڍو رستو نڪري ٿو جنهن تي وڏي گيٽ ٺاهي وئي آهي، جنهن تي خوش خير محمد فقير جي مشهور ڪافي 'ڪيا انصاف آڪان تيڏي آوڻ دا، ڏاڍا لائق ڪيتئي لِيئي پاوڻ دا' اڪريل آهي. مقبرو ويجهڙائيءَ جي دؤر ۾ ٺهيل معلوم ٿئي ٿو. مقبرو رٽ ۾ چورس آهي، جنهن ۾ ورانڊو ۽ هڪ حجرو شامل آهن. عمارت پڪين سرن ۽ سيمينٽ سان اوساريل آهي. ورانڊي کي ٽن ونگدار لنگهہ ۾ ڪليل لنگهہ آهن. ورانڊي ۽ مقبري جي حجري کي ٻنهي طرفن کان هڪ هڪ دري ڇڏيل آهي. ٻيڙهني تي جديد لائيٽون لڳل آهن. گول گنبذ جي مٿان ڪوٽڻي جي ابتي گل تي ڪلسو ۽ ان مٿان نيل لڳل آهي. ڳچ ۽ گول گنبذ کي الڳ ڪرڻ لاءِ ٻيڙهني وانگر ڪنار ڏني وئي آهي. ڳچ به ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. هيٺيون حصو اٺن ڪندن ۾ آهي، جنهن ۾ هڪ ڇڏي ٻئي ۾ ڪسي محراب ٺهيل آهن، جڏهن ته ان جي مٿان اٺ جوڙ ڪندن ڏئي، سورنهن ڪندو ڪري مٿس گنبذ رکيو ويو آهي. مٿين ڳچ ۾ هوائوٽا ڇڏيا ويا آهن. وڏي گنبذ جي مقابلي ۾ نيل تمام ننڍي آهي. مقبري جي اڳياڙي ۾ ورانڊي جي پاڻيلن جو رنگ نيرو آهي، جڏهن ته باقي مقبرو گهڻو ڪري سائي رنگ جو آهي. اندر ڪل 4 قبرون آهن. وڏي قبر جنهن تي وڏي مولهہ رکيل آهي، سا خوش خير محمد جي آهي. باقي قبرون سندس پائرن شير محمد، مير محمد، عرض محمد وغيره جون آهن. ٻاهر به درگاهہ جي سامهون ۽ آسپاس جديد قبرون ٺهيل آهن. 21 کان 23 صفر تائين ميلو لڳندو آهي، جنهن ۾ صوفي ڪلام ڳايا ويندا آهن.

**درگاهہ سخي دائود (ماڳ):** هيءَ درگاهہ نوشهري فيروز تعلقي ۾ ڳوٺ ٺٽ سولنگي ۽ ٺارو شاهہ جي وچ تي موجود آهي. هن کي 'سخيءَ جو چارو' به چوندا آهن. روايت موجب سخي دائود، اُچ شريف کان آيل بزرگن مان هو. هي روضو سخي دائود جي مٿان مير صوبدار خان 1345هہ ۾ جوڙايو هو. هن وقت هن جا مجاور پيرزادا آهن. مزار کي لنگهہ، اوير ۾ ڏنل آهي. مٿان وڏو قارائون گنبذ ٺهيل آهي، جيڪو اٺ ڪنڊي ڳچ (Drum) جي مٿان بيٺل آهي. ڳچ، ڇت جي سنوت کان اٺ فوٽ کن اوچو نظر ايندو. جنهن کي چئن ئي پاسن کان چورس قابن سان دريون ڏنل آهن. جيڪي هڪ ڇڏي، ٻي دري هوا لاءِ کُليل ڇڏي وئي آهي ۽ اندرئين حصي ۾ محراب نما جنسار ٺيل آهي. روضي کي ڪندن وٽ ننڍيون ميناروں ڏنل آهن. گنبذ جي مٿان ابتي ڪوٽي نما اڏاوت ۽ ان جي مٿان نيل ڏنل آهي. درگاهہ جي هر سال مرمت ٿئي ٿي. ان لاءِ پراڻيون شيون ميسارجي وڃن ٿيون. سخي دائود جي



قبر اندر، وچ روضي ۾ ٺهيل ڪاٺ جي ڪٽهڙي ۾ بند آهي. زيارت لاءِ ڪاٺ جي ڪٽهڙي ۾ اُڪر جو ڪم ٿيل آهي. هونئن اندر قبر تائين پهچڻ لاءِ ڪٽهڙي ۾ لنگهہ به ٺهيل آهي. مهڙ وارو دروازو ڪاٺ جو آهي، جنهن تي اُڪر جو عاليشان ڪم ٿيل آهي. گنبذ جي اندران به چٽسالي ٿيل هئي، پر اها هاڻي جهڪي ٿي وئي آهي. درگاهہ جي ڇت ۾ ڪاٺ جون ڪامون ۽ پٽيون پيل آهن.

**درگاهہ سڪندر بودلو (پريا اسٽيشن):** پريا روڊ اسٽيشن (ماڇڪي) کان اٽڪل 6 ڪلوميٽر ڏکڻ اوڀر طرف، ڳوٺ چانهين سليمان ۾ درگاهہ سيد سڪندر بودلو المعروف بودلو سرڪار مشهور آهي. ڪن ماڻهن جو خيال آهي ته هي سيوهڻ شريف ۾ مدفن ٿيل مشهور بزرگ بودلي بهار جو تڪيو آهي. ڪن جو خيال آهي ته هي بزرگ سهروردي سلسلي جي مشهور روحاني بزرگ بهاؤ الدين زڪريا ملتانيءَ جو خاص خليفو آهي، جنهن کي سنڌ جي هن علائقي ۾ ديني تبليغ لاءِ موڪليو ويو.

مزار مبارڪ تي سن وفات وغيره جو ڪتبو نسب ٿيل نه آهي، مزار جي مٿان صُفو تعمير ٿيل آهي، ليڪن پهريان هڪ وڏو ڪچو قبو هوندو هو جنهن جا ڪجهہ آثار ڊٺل ڪوٽ جي صورت ۾ اجا نه آهن. درگاهہ شريف سان علائقي جا راڄپر ۽ ٻيون ذاتيون سُني عقيدت رکندڙ آهن. هن



وقت رٽائرڊ فوجي عملدار سيد فتح الدين شاهہ باقاعده خدمتگار طور ڪم ڪري ٿو. درگاهہ شريف تي هر مهيني 13 تاريخ راڳ رنگ جي محفل ٿيندي آهي، جنهن ۾ علائقي جا فقير فقراءُ صوفياڻي راڳ جي محفل ڪندا رهندا آهن.

**درگاهہ سيد اُپن شاهہ:** هيءَ درگاهہ ڪوٽ ڏيجي تعلقي جي شهر ڪوٽ بنگلي ۾ سيد اپن جي درگاهہ موجود آهي. هن بزرگ لاءِ مقامي طور ڪيتريون روايتون موجود آهن. هيءَ درگاهہ هڪ ٽڪريءَ جي چوٽيءَ تي ٺهيل آهي. مقبرو نئون ٺهيل آهي. صحن تي پهچڻ لاءِ ٻن پاسن کان ڏاڪڻيون ڏنل آهن، جن تان چڙهي اڱڻ تي پهچبو آهي. ڏاڪڻين جي ملڻ



واري جاءِ تي چبوترو ٺهيل آهي، جنهن جي مٿان ننڍڙو گنبذ ٺهيل آهي ۽ ڪنڊن تي مناريون ٺهيل آهن. صحن کان پوءِ ورانڊو ڏنل ۽ ورانڊي کان پوءِ مستطيل رٿ جو مقبرو ٺهيل آهي، جنهن جي مهاڙي تاجن سان سينگاريل آهن. نڊن تي منارا ٺهيل آهن. منارن جي مٿان چوٽيءَ تي نيل ڏنل آهن. انڪندي ڳچ جي مٿان گول گنبذ ٺهيل آهي، جنهن جي مٿان ڪوٽيءَ جو گل ۽ ان جي مٿان نيل ڏنل آهي. ٻيڙ ٻني تي بہ سينگار ٿيل آهي. اندر وچ تي ڪاٺ جي ٺهيل ڪٽهڙي تي وڏي قبر اُپن شاهہ جي آهي. پاسي ۾ بہ قبرون سندس پائٽين جون چيون وڃن ٿيون. درگاهہ جو متولي ذات جو ڪانڌڙو آهي. درگاهہ جي چوڌاري هن وقت نئون قبرستان جڙي ويو آهي.

**درگاهہ سيد حاجنان شاهہ:** هيءَ درگاهہ وڏا ماڇيون، تعلقي ۽ ضلعي خيرپورميرس ۾ واقع آهي. مقامي روايتن موجب هي بزرگ 950هہ / 1543ع ۾ بغداد کان هتي آيو هو. سندس وفات جو سن 997هہ/ 1581ع چيو وڃي ٿو. هيءَ درگاهہ 41 ايڪڙن جي ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهي، جيڪا خيرپورميرس جي والين طرفان عطا ٿيل آهي. جيئن تہ درگاهہ واري زمين مهانگي ٿي وئي آهي، ان ڪري مختلف ڌرين طرفان درگاهہ جي مالڪيءَ لاءِ ڪيس هلندڙ آهن. درگاهہ رٺا ۾ چورس آهي. درگاهہ ڪي ٻہ اوڏڪا ڪوٽ ڏنل آهن. هڪ ڪوٽ 41 ايڪڙن جي ايراضيءَ تي مشتمل آهي ۽ ٻيو ڪوٽ مقبري ڪي ڏنل آهي. درگاهہ جي مهاڙيءَ ۾ گول ونگن سان چار لنگهہ ڏنل آهن، جيڪي درگاهہ واري اصل لنگهہ جي اڳيان آهن. اهڙا ٽي-ٽي لنگهہ پاسن کان بہ ڏنل آهن. درگاهہ واري حجري جي مهاڙي ٽن



مستطيل تاڪن جي ٺهيل آهي. وچيون تاڪ سيني کان وڏو آهي. اهڙا تاڪ عمودي نموني پاسن کان بہ ٺهيل آهن ۽ پاسن وارا ٽي تاڪ وري ننڍن چئن- چئن تاڪن ۾ ورهايل آهن، جن ۾ محراب وانگر نشان ٿيل آهي. مهاڙيءَ ۾ دروازي وارو تاڪ ٻين ٻن تاڪن کان وڏو آهي. مهاڙيءَ ۾ وچ تي سينگار لاءِ سيمينٽ جو تاج رکيل آهي، جڏهن تہ چئن ئي ڪندن تي برجيون ڏنل آهن، جن جي مٿان ننڍڙي نيل ڏنل آهي. مقبري جي اصل حجري کي جوڙ ڪندون ڏئي گنبذ لاءِ ڳچ ناهيو ويو آهي. ڳچ ۾ روشني ۽ هوا لاءِ دريون ڇڏيل آهن. گول گنبذ جي مٿان وڏي سجاوٽ ٿيل آهي، جيڪا ننڍڙي قد جي مناري وانگر لڳي ٿي. ان جي مٿان ابتو ڪوٽيءَ جو گل ۽ ان جي مٿان ننڍي نيل ڏنل آهي. حاجنان شاهہ جي قبر اندر ڪاٺ جي ڪٽهڙي ۾ بند آهي. ڪٽهڙو مستطيل آهي، جنهن کي ٻن پاسن کان چار چار دريون ۽ هڪ در ڏنل آهي، جڏهن تہ سامهون ۽ پيرن کان بہ چارين جون دريون ٺهيل آهن. اتان ئي ماڻهو زيارت ڪن ٿا. هتي زيارتين جو ڪافي تعداد اچي ٿو.

**درگاهہ سيد حسين شاهہ رتوديرو:** هيءَ درگاهہ شهر رتيديري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ واقع آهي. هن درگاهہ جي پرسان شهر جي مرڪزي عيدگاهہ ۽ امام بارگاهہ صاحب العصر آهي. هيءَ درگاهہ سيد حسين شاهہ شمسيءَ جي نالي سان منسوب آهي، جنهن لاءِ روايت آهي تہ سيد حسين شاهہ شمسي اصل ملتان جو رهاڪو هو، جنهن جي ملڪان ملڪ مريدي هوندي هئي.

هن جي پنهنجي اولاد توڙي مريدن کي اها وصيت ٿيل هئي تہ "منهنجو دم جنهن جاءِ تي پرواز ٿي وڃي، منهنجي تربت اتي ئي تعمير ڪئي وڃي." اتفاق سان رتيديري ۾ ڪوکر ذات وارا سندس مريد هوندا هئا، جيڪي سونارڪو ڪم ڪندا هئا. انهن ڪوکرن وٽ سيد حسين شاهہ شمسي مهمان ٿيو. ٻڌجي آيل هو ۽ رات جو ڪوکرن وٽ ئي رتيديري ۾ وفات ڪري ويو. کيس وصيت مطابق رتيديري ۾ دفن ڪيو ويو. جيڪا درگاهہ اڄ بہ سيد حسين شاهہ شمسيءَ جي درگاهہ جي نالي سان آباد آهي. هن درگاهہ تي هر سال بہ وڏا ميڙاڪا ٿيندا آهن، جن مان هڪ 9 محرم الحرام تي مجلس ۽ عزاداريءَ ۽ 7 شعبان تي 'جشن خانواده رسول صلي الله عليہ وسلم' جي سلسلي ۾ وڏو جشن منعقد ٿيندو آهي.

**درگاهہ سيد ساجن سوائي:** سيد ساجن سوائي لاڙ جو هڪ ڪامل ولي ۽ درويش ٿي گذريو آهي. سندس درگاهہ لاڙ ۾ ڏندي ريلوي اسٽيشن کان ہڪ ميل ڪن پري، ڦليليءَ جي ڪپ تي آهي، جتي وڏو ميلو لڳندو آهي. لاڙ ۾ هي ميلو ميلن ۾ ليکيو ويندو آهي. هن سيد جو اصل نالو 'ساجن' ۽ 'سوائي' سندس لقب آهي. پاڻ اصل مٽيارين جو هو. مخدوم نوح سرور هالائيءَ جو مريد هو ۽ پنهنجي وقت جو هڪ وڏو شيخ هو. سندس اولاد ۾ بہ ڪرامت جا صاحب ۽ ولي ٿي گذريا آهن. خاص طور تي سندس پوٽو سيد پني لڏو شاهہ نامور هستي ٿي گذريو آهي. سيد پني لڏو شاهہ پنهنجي پوري زندگي خدا جي ياد ۾ گوشہ نشينيءَ جي عالم ۾ گذاري. هڪ ڀيري هو درياهہ جي ڪناري کان گذري رهيو هو تہ کيس ڏسي سپ ڏيڏر پڇڻ لڳا. شاهہ صاحب اها حالت ڏسي بيهي رهيو ۽ سوچڻ لڳو تہ: "شايد مون ۾ اجا بہ غير ڏٺو اٿن." پوءِ اتي ئي پٽ تي ويهي روئڻ ۽ استغفار ڪرڻ لڳو.

ڪجهہ ئي دير ۾ سپيئي ڏيڏر پاٽيءَ مان نڪري سندس چوڌاري ٽپ ڏيڻ لڳا. سندس لاءِ هيءَ روايت بہ مشهور آهي تہ پنهنجي رهائش گاهہ کان وٺي پنهنجي ڏاڏي بزرگوار سيد ساجن سوائيءَ جي درگاهہ تائين پهچڻ ۾ کيس صبح کان شام لڳي ويندي هئي، دير جو سبب هي هوندو هو تہ زمين تي جيڪو بہ پٿر يا پٿر وغيره ڏسندو هو، سو ڪٽي رستي تان هٽائيندو ويندو هو. سيد پني لڏي شاهہ جي وفات کانپوءِ سندس فرزند قبي ٺهرائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر کيس اجازت نہ ملي سگهي.

**درگاهہ سيد شاهہ لڏائي:** هيءَ درگاهہ پريالوءِ ضلعي خيرپور ميرس ۾، ابل واهہ جي ساڄي ڪپ تي واقع آهي. مقامي روايتن موجب شاهہ لڏائي ستين يا اٺين هجريءَ ۾ قادري سلسلي جو صوفي بزرگ ٿيو وڃي ٿو. هي هندستان جي شهر لڌيانہ کان هتي آيو هو. هر سال ٻهرين صفر تي سندس عرس ملهايو ويندو آهي، جنهن تي مقامي توڙي ٻاهريان ماڻهو وڏي تعداد ۾ اچن ٿا. سندس ڏيءُ، ماءُ ۽ والد جون قبرون بہ سندس ئي پر ۾ ڇيون وڇن ٿيون، ڪاٺ جي ڪٽهڙي ۾ بند آهن. هيءَ درگاهہ، راڻيپور جي پيرن جي سنڀال هيٺ آهي. اڳوڻي وزيراعليٰ سيد غوث علي شاهہ وارن جو مقام بہ هتي آهي. جسٽس عبدالحميد ڏوگر بہ هن درگاهہ جو مريد چيو وڃي ٿو. حضرت شاهہ لڏائيءَ جو مقبرو هن وقت نئون ٺهيل آهي، جنهنڪري مقبري جا پراڻا نشان معلوم نٿا ٿين. مقبرو رتا ۾ چورس آهي. مهاڙي سڌي ۽ ڪاري/ ناسي رنگ جي جديد ڪاشيءَ جي سرن سان مزين آهي. دروازي جو منهن اوڀر طرف آهي. وڏي ناني ۾ ڍنل آهي، جنهن جي ٻنهي پاسن وارن پيل پاون تي بہ ساڳي ڪاشي چڙهيل آهي. مٿيون ٺانو سينگاريل آهي. پاسن وارن ننڍڙن منارن تي وچ ۾ ننڍو گنبذ ٺهيل آهي، جنهن کي



گلن واري اڏاوت سان ڪلسو ڍنل آهي. درگاهہ جا باقي ٽيئي پاسا لسا آهن، پر حاشين تائين ڪلر کان بچڻ لاءِ ڪاشيءَ جون سرون لڳل آهن. مٿي وڏو گول گنبذ 16 ڪنڊن واري ڳچ تي رکيل آهي. ڳچ جي ڪنڊن تي ننڍڙيون گنبذڙيون ڍنل آهن. درگاهہ جي چوڌاري سيمينٽ توڙي ماربل جون قبرون ٺهيل آهن. اندر بزرگ سان لاڳاپيل سندس مائٽن جون قبرون هڪ ئي ڪٽهڙي ۾ آهن. گنبذ جو اندريون پاسو چٽيل آهي.

**درگاهہ شاهہ پنجو سلطان:** شاهہ پنجو سلطان ڏهوٽ قبيلي مان هو. ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي ميان وال تحريڪ جو اهم رڪن هو. هن گاجي شاهہ سان گڏ مغلن خلاف تحريڪ ۾ سرگرم رڪن ۽ اڳواڻ جي



حيثيت ۾ حصو ورتو. ميان نصير محمد ڪلهوڙي جڏهن مغلن کان آزادي حاصل ڪري ڳاڙهيءَ ڪي پنهنجي عبوري انقلابي حڪومت جو مرڪز بنايو ته شاهه پنجي ڪي سلطان جو لقب ڏئي ڪيس خيرپور ناٿن شاهه ۽ ميهڙ جي ميداني علائقن ۽ ڪاڇي ۾ پنهنجو نائب مقرر ڪيائين. سندس عاليشان مقبرو راڌڻ اسٽيشن کان اوڀر ۾ سندس نالي پويان سڏجندڙ ڳوٺ ۾، شاهه پنجي ريلوي اسٽيشن کان 3-4 ڪلوميٽرن پنڌ تي موجود آهي. مقبري جي مرمت ٿيندي رهي ٿي، ان ڪري اصل صورت ۾ مقبرو موجود نه آهي، پر پوءِ به مقبري ۾ ڪلهوڙا دور جي اڏاوتن جون ڪافي وصفون آهن. روضوءِ ان جي پويان جاڙي تجرسئي حالت ۾ موجود آهن. روضو چورس آهي، جنهن ۾ وڏو لنگهه ڏنل آهي. مقبرو احاطي اندر آهي. اصل لنگهه مقبري جي ڏکڻ ۾ آهي. جنهن ۾ هاڻي ڪافي اڏاوتي اضافا ڪيا ويا آهن. اندر هيون به قبرون آهن پر ٽئين سان قبر شاهه پنجي سلطان جي آهي. مقبري ڪي ٻاهران پانيلن ذريعي خوبصورت بڻايو ويو آهي. مهاڙي ۾ ڦاٽڪ جهڙي دروازي جي مٿان تاج ڏنل آهي. اندران ڪنڌ جوڙون ڏيئي مٿي ڇت ڪي ائڪندو ڪري، ڳچ (Drum) سورنهن ڪنڌون ناهي، ان جي مٿان گنبذ رکيو ويو آهي. 1876ع هڪ انگريز ڪليڪٽر جي رپورٽ موجب هي روضو 1730ع ۾ ٺاهيو ويو هو جنهن جي ڏکڻ اپرندي ڪنڌ تي لنگر خانو جوڙيل هو جيڪو هن وقت ڊهي چڪو آهي. هي ڪلهوڙا دور جو اڏاوتي نمونو آهي. ماهه پهرئين آچر تي هتي ميلو لڳندو آهي.

**درگاهه شاهه عبدالڪريم:** حضرت شاهه عبدالڪريم جي درگاهه، شهر بلڙي شاهه ڪريم، ضلعي ٽنڊي محمد خان ۾ آهي. هيءُ شهر شاهه ڪريم جي نالي پٺيان ئي آباد ٿيو. شاهه ڪريم تي خوبصورت مقبرو اڏيل آهي، جيڪو شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ ٺهرايو هو. مقبري جي اندر چار مزارون آهن، جن مان شاهه ڪريم جي مزار مٿان پڳ ٻڌل آهي. جڏهن ته سندس پٽن حسين، دين محمد ۽ لال محمد شاهه جون مزارون آهن. پچرو،



جنهن ڪي هندورو به سڏيو ويندو آهي، ان جي ٻاهران شاهه ڪريم جي پيراندي‌ءَ، اولهه کان سيد محمد صلاح شاهه ۽ اوڀر کان مشهور شاعر سيد صاحبڏني شاهه جون مزارون آهن. محمد ابراهيم سنڌيءَ مقبري جي ماپ بابت جاڻ ڏيندي لکيو آهي ته: ”قبي جي اوچائي اٽڪل 80 فوٽ، گولائيءَ جي ڊيگهه 25 فوٽ اٺ انچ ۽ ويڪر به ساڳي آهي.“ مقبري جي مهاڙيءَ ۾ ڇهه فوٽ ڊگهو ۽ پنج فوٽ ويڪرو چانديءَ جو دروازو لڳل آهي، جنهن تي فارسيءَ ۾ سن 1327هه/ 1909ع لکيل آهي. روايت آهي ته اهو دروازو سيد صاحبڏني شاهه لڳرايو هو مقبري جي اڳيان پنجٽيهه فوٽ ڊگهو ۽ چوويهه فوٽ ويڪرو ورانڊو ٺهيل آهي، جنهن تي ڪاشيءَ جو ڪم به ٿيل آهي اهو ڪاشيءَ جو ڪم ان وقت جي سجاده نشين سيد غلام حيدر شاهه ڪرايو هو مقبري جي ٻاهران اولهه ۽ ڏکڻ ڪنڊ تي سيد برهان الدين شاهه ۽ سندس پٽ جي مزار آهي، جنهن تي ڇٽي ۽ پچرو ٺهيل آهي. مقبري جي ڏکڻ طرف ٻين ساداتن ۽ فقيرن جون مزارون آهن.

درگاهه جي اتر پاسي ڪجهه ايڪڙن جي مفاصلي تي ڪاٺ جي چنساليءَ سان هڪ وڏي ۽ ڪشادي جاءِ ٺهيل آهي، جيڪا سيد صاحبڏني شاهه فقيرن لاءِ ٺهرائي هئي. سماع واري جاءِ کان اتر طرف درگاهه جي اڳوڻي گادي نشين عبدالواسع شاهه جي مزار کان سواءِ اٺ مزارون آهن. ان مقبري جي پرسان ٻيبين جي چوڪنڊي ۽ هڪ ننڍو مقبرو به آهي، جنهن ۾ به قبرون آهن. انهن مان هڪ سيد عبدالدليل شاهه جي آهي. ان مقبري جي پر ۾ هڪ تمام خوبصورت مقبرو آهي، جنهن جو اندريون گنبذ اٺ پاسائون آهي، ان ۾ سيد سخي حيدر شاهه اول، سيد عالي شاهه بن عبدالواسع شاهه، محمد صلاح شاهه، سيد حيدر شاهه بن محمد صلاح شاهه، قمبر علي شاهه بن حيدر شاهه اول ۽ سيد حيدر شاهه ثاني بن قمبر علي شاهه جون قبرون آهن.

درگاهه جي ڏکڻ طرف چار مقبرا آهن ۽ هڪ مقبرو ٻانگي جي سامهون ڏکڻ طرف آهي، جيڪو سيد عبدالغني شاهه جو مقبرو سڏجي ٿو، جنهن جي اندر 9 قبرون آهن. انهيءَ مقبري جي سامهون سيدن جي مزارن ۽ ٻيبن جي چوڪنڊي جي پرسان شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڏاڏي ۽ شاهه حبيب جي والد سيد عبدالقدوس شاهه جو مقبرو آهي، جنهن ۾ ڪل چار قبرون آهن، جن مان ٻيو نمبر قبر سيد عبدالقدوس شاهه جي آهي. هن مقبري جو دروازو اوڀر طرف آهي. مقبري جي ڏکڻ طرف شيرازي سيد جو مقبرو آهي، جيڪي شاهه ڪريم بلڙي واري جا مريد هئا. ان مقبري ڪي ڪيترن ئي سالن کان تالو لڳل آهي. ان مقبري جي پرسان ملتان جي قريشي بزرگن جو مقبرو آهي، جيڪي پڻ شاهه ڪريم جا مريد هئا، ان مقبري جي پرسان مسافرخانو ٺهيل آهي. درگاهه جي سامهون هڪ وڏو دروازو آهي، جنهن ڪي لکي دروازو سڏيو وڃي ٿو لکي دروازي جي اولهه طرف گادي نشين جو تڪيو آهي ۽ در جي اوڀر طرف عيدگاهه آهي. عيدگاهه کان اوڀر شاهه لطيف جو حجرو آهي، جتي شاهه صاحب شاهه ڪريم جو مقبرو ٺهرائڻ وقت رهندو هو ۽ لطيفي راڳ پڻ ٿيندو هو. درگاهه جي لکي دروازي کان شهر تائين پڪو رستو ٺهيل آهي، درگاهه تي لائيٽ، پاڻي ۽ زيارتين جي رهڻ لاءِ بهتر انتظام پڻ ٿيل اٿس.

**درگاهه شاهه گودڙيو:** ڪلهوڙن جي سپهه سالار شاهه گودڙيي جي مزار تعلقي ميهڙ، ضلعي دادوءَ جي ديهه موجهڙ، تپي فريد آباد ۾ موجود آهي. شاهه گودڙيو ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي خاص مصاحبن مان هو. چيو وڃي ٿو ته سندس اصل نالو عبدالله هو ۽ ذات جو ڪوسو هو. اها به روايت آهي ته شاهه گودڙيو خيرپور ميرس واري اڌهر سلطان جو ڀاءُ آهي.

شاهه گودڙيءَ جي مزار جي چوڌاري قبرستان آهي. قبر قدرتي پٿرن جي ڍڳ جو ڍيڪ ڏئي ٿي، جنهن مٿان ڪافي تعداد ۾ پڙ پيل آهن. قبر جي چوڌاري سيمينٽ جو جهنگلو ٺهيل آهي. قبرن جي هن ميڙ کي احاطو ڏنل آهي، جنهن کي ڏکڻ ۾ لنگهه آهي. اتر ۾ پيل پاون سان ورانڊو ٺهيل آهي، جنهن ۾ زيارتي اچي رهن ٿا. اڏاوتي طور هن قسم جي اڏاوت کي 'صحابو' سڏين ٿا، جو قبر جي مٿان ڪا به ڇت يا ڍڪ ڪونه آهي، پر چوڌاري جهنگلو ٺهيل



آهي. قبرستان، مزار جي اولهه- ڏکڻ ۽ اتر- اولهه ۾ آهي. اڏاوتي طور مزار ڪا خاص اهميت جوڳي ڪا نه آهي. مزار واري احاطي ۾ پنج ٻيون به قبرون آهن. هي ڪلهوڙا دور جي اڏاوت جو نمونو آهن. هتي هر سال ٽن ڏينهن جو گاجي شاهه جو ميلو لڳندو آهي. ميلي ۾ پري پري جا ماڻهو ايندا آهن. ميلي جي خاص ڳالهه 'سروز' آهي، جنهن تي عورتون ۽ مرد ڪنڌ هڻندا آهن. سروز مقامي سازن تي مشتمل سازينو آهي، جنهن کي مقامي فنڪار وڄائيندا آهن. جنهن کي عام طرح جن ڪڍڻ جو عمل سڏجي ٿو. شاهه گودڙيءَ جا متولي ڪوسا آهن.

**درگاهه شاهه مصراڻي:** هيءَ درگاهه ديهه ڪنڊي وڏي، تعلقي دولتپور، ضلعي بينظير آباد (نوابشاهه) جي ڳوٺ فيض محمد پلي، بڄاءَ بند ۽ چر ڳوٺ جي اولهه ۾ هڪ ڪلوميٽر جي پنڌ تي "28 '28 °26 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ "55 '58 °67 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي موجود آهي. هي چورس مقبرو 5.80x5.80 ميٽرن جي ماپ جو جنهن جي اوچائي 8.50 ميٽر آهي.



ڏکڻ ۾ لنگهه ۽ دروازو ونگن سان ڏنل آهي. مقبرو بنا چٽن جي سادو آهي، مهاڙيءَ ۾ برجيون ڏنل آهن. اڏا نموني جو گنبذ ٺهيل آهي، گنبذ ڳچ تي ٺهيل آهي، ان جي مٿان نيل ڏنل آهي. هر ڪنڊ تي اندر جوڙ ڪنڊون ناهي، ان جي مٿان گنبذ اڏيو ويو آهي. مقبري ۾ پيرجي قبر ڪاٺ جي ڇتيءَ ۾ آهي. هي ٽالپرن جي دور جي اڏاوت آهي. هتي هر سال معتقد ميلو لڳائيندا آهن.

**درگاهه شريف جهنڊو بادشاهه:** درگاهه شريف جهنڊو بادشاهه جو ميلو هر سال ذوالحج مهيني جي 11 کان 13 تاريخ تي شهدادپور کان ٽي ميل پري هالا روڊ تي ڏامر ڏوم سان ملهايو ويندو آهي. هن ميلي ۾ سنو ملاڪڙو به ٿيندو آهي، جنهن ۾ اتر ۽ لاڙ جا مَلهه پهلوان حصو وٺندا آهن. ان کان سواءِ هن ميلي ۾ موسيقيءَ جو پروگرام به وڏي پيماني تي منعقد ڪيو ويندو آهي، جنهن ۾ ريڊيو ۽ ٽي وي جا فنڪار پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا آهن. انهيءَ کان سواءِ رڇ ۽ ڪُتي جي ويڙهه، چوپائي مال جو واپار، پلن گهوڙن ۽ ڏڳن جي ڊوڙ جا مقابلا ۽ سنا ڍڪان سينگارڻ وارن ۾ انعامي مقابلا ٿيندا آهن. هن ميلي ۾ لنگر جو به انتظام هوندو آهي. ميلي ۾ سڄي سنڌ مان هزارن جي تعداد ۾ عقيدتمند ايندا آهن، جن لاءِ رهائش جو بهترين بندوبست ڪيو ويندو آهي.

**درگاهه شهاب الدين شاهه قادري:** بدين جي ڏکڻ اوڀر ۾ ٻن ميلن تي شهاب الدين شاهه قادري، فاطمي حسنيءَ جو مقبرو موجود آهي، سندس تربت ڪٽهڙي اندر آهي. مقبرو پير عالي شاهه ٺهرايو هو جنهن جي قبر به هن مقبري ۾ موجود آهي. مقبري کان ٻئي طرف هڪ ٻئي مقبري اندر علي قطب شاهه، غلام شاهه، محمد حسن شاهه ۽ چنگل شاهه جون مزارون آهن. جن مان هڪ تي سنگ مرمر جو ڪم ٿيل آهي باقي ٻين جي مٿان جنديءَ جو بهترين ڪٽهڙو ڏنو ويو آهي. مقبري جو اصل ڪاٺ جي اکر وارو دروازو اکڙي ٻاهر پيل آهي.

**درگاهه شيخ هوتي لاکو (ماڳ):** هيءَ درگاهه سنڌو درياهه جي قديم وهڪري ساڳري ڍوري جي ڪنڌيءَ تي ڳوٺ موريائي (هوتي مشائخ)، ضلعي ٽنڊي الهيار ۾ واقع آهي. شيخ هوتي سمن جي دور جو وڏو عالم، مشائخ ۽ 'دشت باران' علائقي ۾ اثر رسوخ ۽ اعليٰ مرتبي وارو روحاني بزرگ ڪري مڃيو ويندو هو. شيخ هوتي لاکي جي وفات 811هه/ 1408ع ۾ ٿي. (وڌيڪ ڏسندا: شيخ هوتي لاکو، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، ايندڙ جلد) شيخ هوتيءَ ۽ سندس پٽن جي مزارن تي سنڌ جي نامور سمي حاڪم ڄام نظام الدين مقبرا ٺهرايا هئا. ڄام نظام الدين جي شيخ هوتي ۽ سندس پٽن شيخ احمد ۽ شيخ محمد سان عقيدتمندي هئي.

شيخ هوتيءَ جي مزار تي هيٺيون تاريخي ڪتبو لڳل آهي:

"تاريخ وفات قدوة السالکين زبدة العارفين شيخ المشائخ شيخ هوتي السهروردي البهائي اين مظهر آثار خير و احسان مطلع انوار علم و عرفان مقبول بارگاه صمد در محمد عليهما الرحمة، بتاريخ چهار رجب روز يکشنبه سن 811 هشت صد و ياز دهم هجري رحلت نمود."

[شيخ المشائخ شيخ هوتي سهروردي رح تاريخ 4 رجب، جمعي جي ڏينهن سن 811ع ۾ رحلت ڪئي.]

شيخ هوتيءَ جي درگاهه تي ڄام نظام الدين سمي جي ٺهرايل

مقبري جي ٻاهرئين دروازي جي مهاڙيءَ تي هيٺيون ڪتبو تحرير ٿيل آهي:

”روضه منور شيخ المشائخ هوتي السهروردي المتوفي سن 811 هشت صد ياز دهم هجري موسس نخستين وباني اولي اين قبه معظم ڄام نظام الدين المشهور بہ ڄام نندہ سمه والي خط سند است والحال بعونہ تعالیٰ بکرۃ اربع سن 1320 هجري بسعي واهتمام ميان فتح محمد و ميان ڪريم الله درس مشائخ پوتہ معمد و تزين گرديد. معمار بلاول خداآبادي و خير محمد ڪاشيگر تصويور.“

هن ڪتبي جي عبارت مان اهو ظاهر ٿئي ٿو تہ ڄام نظام الدين سمي وارو تعمير ڪرايل مقبرو زماني گذرڻ ڪري ڪمزور ٿي ويو. جنهن جي ساڳين بنيادن تي سن 1320هه/ 1902ع ۾ پيهر مقبرو تعمير ڪرايو ويو. ان تي اهو ساڳيو ئي ڄام نظام الدين سمي وارو ڪتبو حرف بحرف تحرير ڪيو ويو ۽ تعمير ڪرائيندڙن جا نالا، ميان فتح محمد ۽ ميان ڪريم الله درس پڻ لکيا ويا. انهيءَ ڪتبي مان اهو بہ ظاهر ٿئي ٿو تہ خداآبادي راڄي بلاول تعمير جو ڪم ڪيو ۽ ڪاشيءَ وارو ڪتبو تصويرون جي ماهر ڪاشيگر خير محمد تعمير ڪيو.

هتي ميان ڪريم الله درس جو ذڪر ٿيو آهي. ’درس‘ اصل ۾ ڪا ذات نہ آهي. ’درس‘ جو مطلب آهي ’درس ڏيندڙ‘ ۽ انهيءَ نسبت سان لاڪل درس سڏيا ويا آهن.

**درگاهہ صوفي شاهہ ڏنو ’مشتاق‘**: هي درگاهہ ڪنڊڪوٽ لڳ B.S فيڊر RD-219 وٽ قائم آهي. صوفي شاهہ ڏنو ’مشتاق‘ ولد پٺاڻ خان لاشاري 1921ع ڌاري مير سندر خان سندراڻي، ڏڏي، تعلقي ڪنڊڪوٽ ۾ تولد ٿيو. سنڌي فائينل پاس ڪري ماستر ٿيو. بعد ۾ نوڪري ڇڏي مير سندر خان سندراڻيءَ جي اسرار تي جتئي پاڻن جي زمينن جي سنڀال لاءِ عام مختيار رهيو. شروع کان صوفي منش رهيو ۽ 16 ورهين جي عمر ۾ حضرت دانا فيض محمد ’فيض دريا‘ جي سجاده نشين حضرت دانا ’شاهہ ولايت‘



جيلانيءَ جو طالب ٿيو. فقير سائينءَ ڪجھ وقت گذرڻ بعد ميرن جي عام مختياريءَ کي ترڪ ڪيو. ظاهر ۽ باطن جو عالم هو. اجمير شريف جو سفر ۽ حج بيت الله بہ ڪيائين. سندس وصال 25 جنوري 1987ع تي ٿيو.

آگسٽ 2010ع جي مها ٻوڏ ۾ درگاهہ جي چئن ئي پاسن کان پاڻي بيهي ويو، پر درگاهہ اندر پاڻي نہ آيو. جنهن تي سندس عقيدتمند شاعر ۽ اديب ارڏي اترادي‌ءَ هي سٽون لکيون آهن:

صوفي شاهہ ڏني سان ناهہ،
سنڌ ۾ ساڻـي پاڻ الله،
ٻيڙيءَ وانگر تار ۾ تريل،
ثابت سالم آ درگاهہ،
وهوا سنڌو دريا شاهہ،
سنڌ سموري آهہ گواهہ.

**درگاهہ صوفي شاهہ نصير** (ماڳ): صوفي شاهہ نصير جي درگاهہ نوشهري فيروز ۾ آهي. جنهن تي هر سال ميلو لڳندو آهي. صوفي شاهہ نصير لاءِ روايت آهي تہ مخدوم بلاول جي تحريڪ سان واڳيل شاعر هو. سندس ڏاڏي جو نالو، نول غوث عرف عبدالحئي هو. جنهن جي درگاهہ پڻ خلق جي عقيدت جو مرڪز آهي. هي درگاهہ مستطيل رٿا ۾ جڙيل آهي، جنهن جي مهاڙي پاسيلن سان سجايل آهي، وچ تي دروازو ڏنل آهي. دروازي



واري مهاڙيءَ ۾ دروازي جي ٻنهي پاسي زميني سطح کان منارن وانگر اڏاوت پيڙهيءَ وٽ چورس ٿاهي ٿي. دروازو ڪاٺ جو آهي، جنهن جي سر در جي مٿان بہ محرابي شڪل جو طاقچو ڏنل آهي، جنهن ۾ هوا جي لنگهہ لاءِ دريون ٺهيل آهن. دروازي جي ٻنهي پاسي ساڳئي نموني جا چورسا آهن، جن ۾ بند محراب ٺهيل آهي جنن ئي ڪنڊن تي لنب زميني سطح کان مٿي پيڙ ٻني تائين ويل ٿا. جني ٿنين جي مٿان ننڍا منارا رکيل آهن، جن تي ننڍڙو گنبذ ۽ ان جي مٿان خوبصورت ڪاشيءَ جي نيل رکيل آهي. دروازي جي مٿان پيڙ ٻني تي ’درگاهہ صوفي شاهہ نصير‘ لکيل آهي. ان جي مٿان سيمينٽ جو تاج ٺهيل آهي. جنهن تي ننڍو علم رکيل آهي. ڇت تي ڪو بہ گنبذ ڪونهي. پيڙ ٻني جي چوڏاري ننڍي قالبي پٽ ڪنيل آهي. جنهن تي هڪ ڇڏي ٻئي خاني ۾ اڇو نيرو رنگ ٿيل آهي. درگاهہ جي مهاڙي ڳاڙهي ۽ نيري رنگ سان پينٽ ٿيل آهي. اڳيان ننڍڙو احاطو بہ ڏنل اٿس. ٻر ۾ قديم دور جي مسجد آهي. جيڪا هاڻي زبون ٿي وئي آهي. اها سڄي قابن سان سنواريل آهي. کيس چار لنگهہ آهن. وچون قاب ٻين ٽن لنگهن کان وڏو ۽ نوڪي قابن سان سينگاريل آهي، پر ٽيئي دروازا هڪ ئي ماپ جا آهن. ساڄي پاسي واري دروازي جي ڀر وارو چوٿون دروازو ڏاکڻ جو آهي. ڏاکڻ مٿي ڇت تي وڃي ٿي. ڇت تي وڏو گنبذ آهي، جيڪو ڪنهن زماني ۾ جنساريل هوندو هو. پيڙ ٻني تي جنسار جا نشان ظاهر آهن. پاسن ۾ ننڍڙن مينارن جا نشان بہ آهن. جيڪي ڊهي ويا آهن.

وچون ڪٺ ڦابن سان ڏاڍو سهڻو سينگاريل آهي. گنبذ ۽ مسجد زبون آهي ۽ هاڻي استعمال هيٺ نہ آهي.

**درگاهہ صوفي وريل فقير ابڙو:** هيءَ درگاهہ ضلعي قمبر شهدادڪوٽ ۾ قمبر شهر جي اوڀر ۾ 11 ڪلوميٽرن تي ڳوٺ ڏتل ابڙي ۾ ميان شاهل محمد ڪلهوڙي جي مقبري جي پرڀرو آهي. درگاهہ جي روضي جي



اوچائي 20 فوٽ ۽ ويڪر 27 فوٽ ٿيندي. مقبري اندر صوفي وريل فقير (اول) ۽ صوفي وريل فقير ثانيءَ جون تربتون آهن. روضي جي احاطي واري ميدان ۾ صوفي علي نواز فقير ۽ ٻيا سندس عزيز قريب دفن ٿيل آهن. درگاهہ جي اوڀر ۾ باغيچو ۽ ڏکڻ ۾ رهائشي ڪمرا ٺهيل آهن، جتي زيارتين جي رهائش جو جوڳو انتظام ٿيل آهي. درگاهہ جي سامهون وڏو ميدان آهي، جتي راڳ رنگ توڙي صوفي سماع جون محفلون ٿينديون رهنديون آهن. مقبري جي دروازي تي جنڊيءَ جو دلڪش ڪم ٿيل آهي. اهو دروازو صوفي وريل فقير جي معتقد لاڙڪاڻي جي رهواسي محمد حسن سومري ٺاهيو هو. هيءَ درگاهہ 2000ع ۾ جوڙائي وئي، جڏهن تہ درگاهہ جي مٿان وارا هئي قبا 2009ع ۾ جوڙايا ويا. صوفي وريل فقير ولد حمل خان ابڙي جو اصل نالو الهورايو هو پيار مان ڪيس ننڍپڻ ۾ وريل چوندا هئا، هي فقير تصوف جي رنگ ۾ رنگجي ويو. جهل مگسي، بلوچستان جو هڪ صوفي بزرگ الهڏنو فقير سندس مرشد هو صوفي وريل فقير سنڌي، اردو، سرائيڪي ۽ پنجابيءَ ۾ شاعري بہ ڪئي. سندس شاعريءَ تصوف جي حوالي سان برجستي ڪلام جي حيثيت رکي ٿي. سندس ڪلام تي مشتمل هڪ ڪتاب 'عشق سلامت رهي' پڻ ڇپجي چڪو آهي. هر سال 8- 9 نومبر تي هن درگاهہ تي صوفي وريل فقير جو ساليانو عرس صوفيائين ريتن مطابق ملهايو ويندو آهي. هن وقت هن درگاهہ جو ٽيون گادي نشين صوفي حاڪم فقير ابڙو آهي، جڏهن تہ سندس ڀاءُ صوفي گدا حسين ابڙو هن درگاهہ جو خاص خدمتگار آهي.

**درگاهہ علي محمد مست (ماڳ):** هيءَ ٽالپر دور جو مقبرو آهي، جيڪو تعلقي ۽ ضلعي عمرڪوٽ ۾ واقع آهي. هن مقبري ۾ مير علي محمد مست نالي بزرگ جي مزار آهي، جيڪو ماڪاٽي ميرن جي خاندان مان هو. پنهنجي وقت جو عالم ۽ فاضل هو. خواجہ محمد زمان لنواريءَ واري جو معتقد ٿيو ۽ گهڻو عرصو لنواريءَ ۾ ئي رهيو. هن مقبري ۾ پنج پير آرامي آهن، جن جون مزارون بہ روضي اندر آهن. هيءَ مقبرو ماڻهن جي زيارتگاهہ آهي.

**درگاهہ فقير نانڪ يوسف:** هيءَ درگاهہ تعلقي گنبٽ جي ڳوٺ اڳڙا، ضلعي خيرپورميرس ۾ واقع آهي. فقير نانڪ يوسف، سچل سرمست رح جي اهم خليفن مان هو. هن بزرگ، شاعر ۽ نانڪ پنٿي فڪر جي وليءَ جي مزار تي پهريون مقبرو مير مراد علي خان ٽالپر تعمير ڪرايو هو. هي مقبرو ويجهڙائيءَ ۾ مسمار ٿيڻ سبب ٻيهر تعمير ڪرايو ويو آهي. هن مقبري لڳ سنڌو درياهہ وهي ٿو. مقبري ۾ فقير نانڪ يوسف جي مزار سان گڏ 14 ٻيون مزارون بہ آهن. جن ۾ سندس خاندان جي فردن مان چار پٽ، هڪ ڌيءَ، ڏاڏو ۽ ان جا پائر ابدي آرامي آهن. درگاهہ جي مقبري جي عمارت نئين دور جي تعمير آهي، جنهن ۾ پڪيون سرون، سيمينٽ، گارڊر، لوهہ ۽ ڪاٺ جون ڪڙيون وغيره استعمال ڪيل آهن. مقبري ۾ اندر فقير نانڪ يوسف جي مزار ڪي ڪاٺ جو چبوترو ڏنل آهي. مقبري ڪي ٻاهران ديوار ڏنل آهي، جنهن ۾ داخلا لاءِ مک لنگهہ ڇڏيو ويو آهي. مک لنگهہ ۾ ڪاٺ جو دروازو ٺهيل آهي، جنهن تي ونگائين ڊزائين ٺاهي مٿان نيل نصب ڪئي وئي آهي.



مقبري جي حالت بهتر آهي، جنهن تي آئل پينٽ ڪيل ڏسجي ٿي. هن درگاهہ تي هر سال 8 جمادي الاول تي عرس ملهايو ويندو آهي ۽ سنڌ توڙي هند مان زيارتي اچي حاضري ڀرين ٿا.

**درگاهہ قائم شاهہ بخاري (ماڳ):** هيءَ درگاهہ جيڪب آباد ضلعي جي پسگردائيءَ ۾ موجود پاڙيءَ جي هڪ شاخ (سومرا شاخ) وٽ قائم آهي. درگاهہ جي مهاڙي ڪاشيءَ جي سرن سان سينگاريل آهي. مهڙ ۾ گول ونگ ۾ در ۽ ساڄي پاسي ڪان هڪ ننڍي دري ٺهيل آهي، جن تي شيشي جي خوبصورت نقاشيءَ جو ڪم ٿيل آهي، جڏهن تہ اوپر طرف ڪاٺ جو در نصب ٿيل آهي. درگاهہ جي ٻاهرئين حصي ۾ ساڄي پاسي ڪان زميني سطح وٽان هيڊ هني تائين چورس منارو آهي، جنهن جي مٿئين حصي تي ننڍڙو گنبذ ۽ ان جي مٿان نيل آهي. درگاهہ جي اندرئين حصي ڪي چوڙ ڪندون (squishes) ڏئي اٽ ڪندو ڪري ان جي مٿان گنبذ ٺاهيو ويو آهي. گنبذ ڳچ تي رکيل آهي. ڳچ گنبذ ڪان وڏو آهي، تنهنڪري گنبذ وينوڙو

نظر اچي ٿو هوا جي گذر لاءِ ڳچ کي دريون ڏنل آهن. گنبذ تي ڪوبہ جنسار ٿيل نہ آهي سواءِ هڪ ننڍڙي نيل جي. درگاهہ جي اوسي پاسي ۾ تمام



گھڻي ساوڪ آهي. هن درگاهہ ۾ بزرگ سيد قائم علي شاهہ بخاريءَ جي مزار آهي. سنڌس تعلق اُچ شريف سان هو. هر سال 12 ربيع الاول تي درگاهہ قائم شاهہ بخاريءَ تي هن بزرگ جو ميلو لڳندو آهي. جنهن ۾ سون جي تعداد ۾ عقيدتمند شريڪ ٿيندا آهن.

**درگاهہ قطب علي شاهہ جهانيان:** سيد قطب علي شاهہ جهانيان. سيد فتح علي شاهہ جهانيان جو فرزند هو. قطب علي شاهہ جي ولادت 21 رمضان 1229هہ/ 6 سيپٽمبر 1813ع تي ۽ وفات 16 ذوالحج 1328هہ بمطابق 23 ڊسمبر 1910ع ۾ ٿي. وقت جو وڏو صوفي شاعر ۽ ولايت جو



صاحب هو. سنڌس وڏا ميان سرفراز جي مقام ۾ دفن ٿيندا هئا. پر سيد قطب علي شاهہ جي تربت ٽنڊي جهانيان ۾ ٺاهي وئي. ٻارهين مهينن کان سواءِ سنڌس مزار مٿان قبي جو ڪم شروع ٿيو. جيڪو چئن سالن ۾ پورو ٿيو. فقير صاحب جو فرمان هو تہ هن آستان تي ڪڏهن بہ ڪنهن کان پئسي جي گهر نہ ٿيڻ گهرجي. روضي جي پرسان هندو ۽ مسلمان عقيدتمندن لاءِ ڌار ڌار جايون ٺهيل آهن. هر سال 15، 16، 17 ذوالحج تي هن درگاهہ تي روحاني مجلس ٿيندي آهي.

**درگاهہ گجو راٺو (ماڳ):** هي سومرا دؤر جو ماڳ آهي. جيڪو عمرڪوٽ شهر ۾ لانبي گرائونڊ جي اولهندي پاسي واقع آهي. هي بزرگ اصل ٺڪر هو. سنڌس اصل نالو گجو سنگهہ هو. حضرت بهاؤ الدين ذڪريا ملتانيءَ جي هٿ تي بيعت ڪري مسلمان ٿيو. مرشد طرفان سنڌس نالو معلم الدين رکيو ويو. اسلام قبول ڪرڻ تي سنڌس ڀاءُ سرتاڻ سنگهہ ڪيس ڪاوڙ مان شهيد ڪري ڇڏيو. سنڌس اولاد گجو مسلمان آهن. درگاهہ جا مجاور ڀيل آهن. لانبي گرائونڊ جي اولهندي پاسي ڪٻڙن جي جهنڊ ۾ سنڌس مزار آهي. مٿس هر سال چيٽي ميلو لڳندو آهي.

**درگاهہ مخدوم هنگورو (ماڳ):** هيءَ درگاهہ تعلقي موري ۾، موري شهر کان 10 ڪلوميٽر اولهہ ۾ ڳچيريءَ ۾ موجود آهي. درگاهہ جا مجاور ٻگهيا آهن. درگاهہ جي مرمت جو ڪم ٿيندو رهي ٿو ان ڪري ان جا قديم اهڃاڻ ميسارجي ويا آهن ۽ درگاهہ نئين ٺهيل نظر اچي ٿي. درگاهہ رتا ۾ چورس آهي. مهاڙي، ڪاشيءَ جي نيرين ۽ سائي رنگ جي ڪاشيءَ جي



سرن سان سينگاريل آهي. لنگهہ لاءِ هڪ ئي دروازو ڏنل اٿس. مهاڙيءَ ۾ حاشيو چار فوٽ ڪن نيرين ۽ سائي رنگ جي ڪاشيءَ جي سرن سان مزين آهي. مهاڙي پانيلن سان ٺهيل ٻن قابن ۾ ورهايل آهي. قابن کي ڪاشيءَ جون سرون الڳ ڪن ٿيون. هيٺين قاب ۾ وچ تي دروازو لڳل آهي، جيڪو وري محرابي نموني جي ونگ سان سنواريل آهي. محرابي ونگ نوڪي نموني جي آهي. محراب کان ٻاهر توڙي اندر ڪاشيءَ جي ڳاڙهي گلڪاري ٿيل آهي. ٻيو ۽ مٿيون قاب ٽن حصن ۾ ورهايل آهي. هر هڪ حصو محرابي نما ونگن ۾ ورهايل آهي. وچون محراب سينگاريل ۽ وڏو آهي، جڏهن تہ پاسن وارا محرابي نمونا سادا آهن. اڳيان هيٺ هنو سينگاريل آهي، جنهن جي مٿئين طاقچي جي مٿان ٻہ وچولين ميناڙيون لڳل آهن. جيڪي بنياد ۾ چورس ۽ مٿن ننڍڙو گنبذ ٺهيل آهي. چئني پاسن کان چوڪور ميناڙيون ڏنل آهن. وچ تي گنبذ ڏنل آهي. گنبذ مقبري جي جسامت جي حساب سان ننڍو آهي. گنبذ جي مٿان ابتي ٿالهي نموني اڏاوت ٿيل آهي.



Soorih Mirani

ان جي مٿان ننڍو منارو ان جي مٿان نيل لڳل آهي. اندر مقبري ۾ ڪل ٽي قبرون آهن. وڏي ۽ اوچي قبر مخدوم هنگوري جي آهي. مخدوم هنگورو بلاولي تحريڪ جو مبلغ ۽ حريت پسند عالم هو جيڪو مخدوم بلاول جي حڪم تي باغبان کان اچي گجيري ۾ رهيو هو سندس نالو محمد عثمان هو سندس جنم اندازي موجب 971هه/ 1563ع ۾ ۽ وفات 1036هه/ 1626ع ۾ ٿي. سندس درگاهه ترخان دور جي اڏاوت جو نمونو آهي.

**درگاهه مُگرپين شهيد**: شيخ سلامت عرف مگرپين/ مغرپين رح جي درگاهه جاتي شهر ۾ آهي. هي بزرگ سومرن جي دور ۾ ٿي گذريو آهي، ۽ حضرت غوث بهاؤالدين ملتانيءَ جو مريد هو حضرت مغرپين عرف شيخ سلامت رح جي درگاهه تي روزانو ڪيترا زيارتي زيارت لاءِ ايندا آهن. پر قبي ۾ اندر وڃڻ جي ڪنهن کي به اجازت نه آهي. ايتري قدر جو سجاده نشين به مقبري ۾ اندر وڃي نه سگهندو آهي. بس هڪڙو ڏيالي فقير قبي اندر ويلو هوندو آهي، جيڪو روزانو لوبان ۽ ڏيئو ٻاريندو آهي. باقي سمورا خادم ۽ مريد ٻاهران زيارت ڪندا آهن. هن درگاهه جون روايتون ۽ رسمون سنڌ جي ٻين درگاهن کان بنهه مختلف آهن. جيڪي روزانو هفتي ۽ مهيني ۾ ٿينديون آهن. درگاهه تي ٿيندڙ رسمون هيٺ ڏجن ٿيون:

**پيرون يا نغارا وڄائڻ**: درگاهه مگرپين تي شروع کان وڏا نغارا ۽ پيرون رکيل آهن. جيڪي روزانو رات جو ٻين بجي ۽ شام جو سج لٿي درگاهه جا مڱڻهار فقير وڄائيندا آهن. ڪو سوالي پنهنجو سوال پڻ پيرو وڄائي ڪندو آهي. پيريا نغارو وڄڻ وقت ماڻهو پنهنجا پٽڪا ۽ ٽوپيون احتراماً لاهي ڇڏيندا آهن ۽ 'پيچ، پيچ پياٽي يا حق مرشد' چوندا آهن.

**ڏيئي ٻارڻ جي رسم**: روزانو شام جو درگاهه جو ڏيالي فقير درگاهه جو ڏيئو ٻاريندو آهي. جڏهن سج لهڻ وارو هوندو آهي ته درگاهه جا مڱڻهار فقير نغارا وڄائڻ شروع ڪندا آهن ۽ ڏيالي فقير مچ مان ڏيئو ٻاري درگاهه/ مقبري اندر ويندو آهي. خادم، فقير سان مقبري جي در تائين ايندا آهن. مڱڻهار فقير پير تي زور سان ڏونڪو هڻندو آهي، جنهن ڪانپوءِ ڏيالي فقير مقبري اندر ويندو آهي. ان ڪانپوءِ ڏيالي فقير درگاهه جي اندران خاص قسم جي خاڪ کڻي ايندو آهي، جيڪا پهرين سجاده نشين ڪائيندو آهي، پوءِ واري واري سان مريد ۽ خادم ڪائيندا آهن. تس چمڻ ۽ خاڪ ڪائڻ ڪانپوءِ سمورا مريد ۽ ٻيا خادم سجاده نشين پٺيان درگاهه جي زيارت ڪندا آهن.

**درگاهه جو مچ**: درگاهه مگرپين جي مچ ٻارڻ لاءِ عاليشان جاءِ ٺهيل آهي، جنهن لاءِ چيو ويندو آهي ته اها درگاهه جي جوت آهي، جيڪا هميشه جلندي رهندي آهي. درگاهه جو هڪ خاص فقير صبح جو اهو مچ ٻاريندو آهي، جيڪو سڄو ڏينهن ۽ رات ٻرندو رهندو آهي.

**ڇَرون ڏيڻ**: درگاهه جو گادي نشين روزانو مچ جي پرسان ڪکن جي ٺهيل گاديءَ تي ويهندو آهي، جتي هڪ فقير ڪيس خاڪ ۽ پاٽي ڏيندو آهي، جنهن کي ڇَرون ڏيڻ چئبو آهي.

**مصري ڪارائڻ**: درگاهه مگرپين تي هر جمعي رات ڏيئي واري رسم ڪانپوءِ درگاهه جي مچ تي مريدن ۽ خادمن کي مصري کارائي ويندي آهي، جنهن کي 'مصريءَ جي رسم' چئبو آهي. اها مصري درگاهه جو هڪ خاص فقير ورهائيندو آهي.

**درگاهه جو ماهه پهرو**: هر اسلامي مهيني جي پهرئين سومر تي رات جو 'ماهه پهرو' ملهايو ويندو آهي، جنهن ۾ تمام وڏي تعداد ۾ خادم مريد حصو وٺندا آهن. ماهه پهري تي ڏيئي واري رسم ڪانپوءِ سيڻي کي ننگر ڪارايو ويندو آهي ۽ مسجد پاران واعظ ڪرايو ويندو آهي ۽ شهر ۾ مفت کير ورهايو ويندو آهي.

**جتيون نه پائڻ**: درگاهه جا عقيدت مند اڪثر درگاهه ۾ جتيون پائي نه ايندا آهن. ڪي ته گهران ئي جتيون لاهي ايندا آهن. جڏهن ته ڪي احتراماً جتيون لاهي ڇڏيندا آهن. ان ڪري جاتيءَ جا اڪثر ماڻهو پيرين اگهاڙا سڏبا آهن.

**ٻلن جي خدمت**: درگاهه مگرپين ٻلن جي ڪري تمام مشهور آهي، ڇاڪاڻ جو هن درگاهه تي ٻلا تمام گهڻي تعداد ۾ رهندا آهن. جن جي خدمت ڪئي ويندي آهي. چيو ويندو آهي ته درگاهه جا شينهن آهن ۽ ٻلن جي صورت ۾ موجود آهن. درگاهه جو هڪ خاص فقير ٻلن جي خدمت لاءِ مقرر ٿيل آهي، جيڪو روزانو ٻلن لاءِ مڇي وٺي ايندو آهي ۽ اها ٻلا گڏجي ڪائيندا آهن.



**فقرونڻ**: درگاهه جو هڪڙو خاص فقير، جنهن کي مٽائي فقير چيو ويندو آهي، روزانو رات جو گجيءَ ۾ بکري وجهي، لٺ کڻي در در تي گهنڊڻي وڄائي درگاهه جو فقرونڊو آهي. اها روايت شهيد مگرپين جي زماني کان هلندي پئي اچي. درگاهه مگرپين تي هر سال ميلو لڳندو آهي، جيڪو ڦڳڻ جي مهيني جي 27، 28 ۽ 29 تائين هلندو آهي. درگاهه مگرپين جي ميلي جون رسمون ٻين ميلن کان مختلف آهن. ميلي جون تياريون پورا به مهينا اڳ ۾ پوهه مهيني جي پهرئين ماهه پهري جي ڏينهن منگلاٽي ديگ لاهي شروع ڪيون وينديون آهن.

**منگلاٽي ديگ جو لهڻ**: پوهه مهيني جي پهرئين ماهه پهري سومر ڏينهن درگاهه مگرپينءَ جي سجاده نشين طرفان به ديگون پت جون لاهي درگاهه جي مرمت ۽ ٻين ضروري ڪمن جي شروعات ڪئي ويندي آهي.

**جڪ وڃڻ**: جڪ وڃڻ مان مراد درگاهه جي مچ لاءِ ڪاٺيون وڍي گڏ ڪرڻ آهي. هن رسم موجب درگاهه جا فقير پوهه مهيني جي 15 کان 27 تاريخ تائين درگاهه لاءِ جڪ وڍيندا آهن. هن ڪم لاءِ جيڪڏهن ڪو فقير مجبوريءَ يا بيماريءَ جي حالت ۾ اچي نه سگهندو آهي ته اهو ڪم لاءِ ڪو



Soorih Mirani

ماڻهو موڪليندو آهي.

**تغاري ڪڍڻ:** درگاهہ جي مرمت جو ڪم پهرين ڦڳڻ کان شروع ٿيندو آهي، جنهن لاءِ رازو مقبري تي چڙهندو آهي، ڪم جي پهرين تغاري ڪيس درگاهہ جو سجاده نشين ڪٽي ڏيندو آهي، جنهن کانپوءِ درگاهہ جا فقير ۽ خادم ڪم لاءِ تغاريون ڪڍندا آهن.

**پٽرو وڌڻ ۽ پٽرو چاڙهڻ:** ڦڳڻ مهيني جي 15 تاريخ کان ملاح قبيلي جا پٽيل جيڪي درگاهہ سان وابستہ هوندا آهن. درگاهہ جو پٽرو، يعني وڃائڻ وارا ڪک وڍڻ شروع ڪندا آهن ۽ اهي ڪک 22 کان 26 ڦڳڻ تائين درگاهہ آڏو وڃائيندا آهن.

**اچي جي رسم:** جيئن ئي درگاهہ جي مرمت جو ڪم ختم ٿيندو آهي تہ 23 ڦڳڻ تي درگاهہ کي غسل ڏياريو ويندو آهي، جنهن کي اچي جي رسم چئبو آهي. هيءَ رسم لاءِ 23 ڦڳڻ جي رات عورتن لاءِ مخصوص هوندي آهي. اهي عورتون جيڪي شهر ۽ آس پاس کان اينديون آهن، سي سموري رات درگاهہ تي ڳيچ ڳائي مرادون پننديون ۽ دلا ۽ مٽيون پرينديون آهن. جيڪو پاڻي ٻئي ڏينهن درگاهہ جي غسل لاءِ ڪم ايندو آهي. 23 جي ڏينهن اچي جي رسم شروع ٿيندي آهي. مريد ۽ فقير پاڻي هودين ۾ هاريندا آهن، جن ۾ ڪير ۽ چن پريل هوندو آهي، جنهن کانپوءِ ڪير ۽ چن مليل پاڻي دلن ۾ ڀري سجاده نشين جي اڳواڻيءَ ۾ مقبري تي موجود رازن کي ڏيندا آهن. ائين رازا اهو پاڻي درگاهہ جي مٿ ـري کان هارڻ شروع ڪندا آهن.

**درزين ۽ سونارن جو ڪم:** ڦڳڻ جي 25 تاريخ تي سونارا ۽ درزي درگاهہ تي ايندا آهن ۽ پنهنجا پنهنجا ڪم ڪندا آهن. درزي درگاهہ جون ٻـرڪون وغيره سبندا آهن ۽ سونارا وري درگاهہ جي سون ۽ چانديءَ وارين نيلن کي اجاريندا آهن.

**پيريون نڪرڻ:** 26 ڦڳڻ تي شام جو درگاهہ جون پيريون نڪرنديون آهن. انهيءَ موقعي تي درگاهہ جا فقير وڏا نغارا ۽ پيريون ڪٽي وڄائيندا آهن ۽ جلوس جي شڪل ۾ شهر جو چڪر لڳائي واپس درگاهہ تي ايندا آهن. اها ميلي جي پهرين ڌمال سمجهي ويندي آهي.

**پڙ ڏوئڻ:** 27 ڦڳڻ يعني ميلي جي پهرئين ڏينهن درگاهہ جا پَڙ ڌوتا ويندا آهن. سڀ کان اول پڙن کي جلوس واري شڪل ۾ پڙن واري جاءِ تي آندو ويندو آهي. پڙن جون هڙون ٻڌل هونديون آهن،جن جي کٽڻ جي شروعات سجاده نشين ڪندو آهي. پڙ ڌوئڻ کانپوءِ ٿهيم قبيلي جا ماڻهو اهي پڙ سُڪائيندا آهن ۽ شام جو ساڳئي جلوس جي شڪل ۾ اهي پڙ درگاهہ تي آندا ويندا آهن.

**هيڙين جو نڪرڻ:** 28 ڦڳڻ تي يعني ميلي جي ٻئي ڏينهن درگاهہ جون هيڙيون نڪرنديون آهن. هن رسم مطابق درگاهہ جا عقيدتمند خاص طور ملاح قبيلي جا ماڻهو ڪاٺ جون ننڍڙيون سينگاريل هيڙيون هٿن ۾ ڪڻندا آهن ۽ دهلن جي دس تي نچندا ڪڏندا شهر ۽ ميلي جي بازارن مان جلوس جي شڪل ۾ ويندا آهن. هي جلوس حقيقت ۾ ميلي جي اختتام جو جلوس هوندو آهي. درگاهہ مڱريين (شيخ سلامت رح) جي ميلي ۾ ان کانسواءِ بہ عاليشان بازارون، سرڪس، پينگها، چوڏيل ۽ ثقافتي شو ٿيندا آهن ۽ ادبي ڪانفرنسون ٿينديون آهن. جن ۾ ڪيترائي عقيدتمند حصو وٺندا آهن.

**درگاهہ ملڪاڻي شريف:** ناميارِي عالم مخدوم غلام محمد ملڪاڻيءَ جي هيءَ درگاهہ ديهہ ملڪاڻي، تپي نورجا، تعلقي دادوءَ ۾ آهي. غلام محمد ملڪاڻي 1870ع ۾ ڄائو نقشبندي سلسلي جو وڏو عالم هو. سندس درگاهہ پڪين سرن سان ٺهيل آهي. مرقد کي چوڌاري ڪاٺ جو خوبصورت پڃرو آهي. قبر هڪ ٿلهي تي آهي، جنهن کي گادرن ۽ ٽيئرن جي ڇت آهي. احمد مجتبيٰ ملڪاڻي، عربي ۽ فارسيءَ جو عالم ۽ شاعر هن درگاهہ جو سجاده نشين رهيو آهي. سندس قائم ڪيل مدرسي جا نشان ڦٽل حالت ۾ درگاهہ جي اولهہ ۾ موجود آهن. مسجد بہ ڪافي پراڻي آهي، جنهن کي اڳڻ ۽ هڪ مستطيل حجرو آهي. مخدوم غلام محمد ملڪاڻي خلافت تحريڪ ۾ وڏو ڪم ڪيو هو ۽ 1935ع ۾ وفات ڪري ويو. اولهہ ۾ سندس فرزند مولانا محمد مصطفيٰ جي قبر آهي. بزرگ جي مريدن مان ڪن تي درگاهون آهن، مثال: درگاهہ ويهڙ شريف.

**درگاهہ موٽڻ شاهہ ۽ ابراهيم شاهہ** (مقبرو): هي ڪلهوڙا دؤر جو يادگار ماڳ، جيڪو خيرپور ميرس ۾ آهي. درگاهہ کي ڊونهين وارن پيرن جي درگاهہ بہ سڏيندا آهن. هي پير اصل ۾ ملتان جا آهن. جيڪي پوءِ اچي هتي آباد ٿيا. درگاهہ جي مهاڙي سادي سيمنٽ سان آهي. سامهون 5 لنگهہ اٿس، جن مان پاسن وارا چار لنگهہ رنگين جارين سان بند ٿيل آهن. مقبرو مستطيل رٿ جو آهي. هن کي هڪ ڪنڊ تي سفيد برجي ڏنل آهي، ان جي مٿان ننڍو ڪلسو ٺهيل آهي. ڇت تي بہ وڏا شاهي ڦاراوان گنبذ ٺهيل آهن. ڳچ ننڍو ٺهيل آهي، جڏهن تہ گنبذ وڏا آهن. گنبذن جي مٿان




ابتو ڪوٽيءَ جو گل ٺهيل آهي. اهو گل ڪنڊن وارين برجن تي بہ ملي ٿو جو هي گل پنکڙين سان سيبتو ٺهيل آهي، جڏهن تہ هر پنکڙي چيريل آهي. گنبذ جو رنگ سفيد آهي، جيڪو تازو ٿيل لڳي ٿو گنبذ جي مٿان ڌگهي نيل ٺهيل آهي، جنهن کي علم بہ چئي سگهجي ٿو. جنهن ۾ روشنائي لاءِ بلب لڳل آهن. لنگهہ سادڙا ٺهيل آهن. ڦارائين پيل پاون سان دروازو ۽ بيٺ هني تي ننڍيون برجيون ٺهيل آهن. دروازي واري ناٺي جي مٿان بہ اهڙيون ئي 5 عدد برجيون ٺهيل آهن. جهڙيون ڪنڊن تي ٺاهيل آهن. دروازي جي ٻنهي پاسن کان صحن جي چوڌاري ديوار ڏنل آهي، جنهن کي وٿي ۽ تي ستون ڏنل آهن. هن ستونن جي مٿان وري ننڍو گنبذڙو ٺهيل آهي، جنهن تي ڪوٽي جو ابتو گل ۽ نيلڙي لڳل آهي. پٽ جي نُوس اوساري جي



Soorih Mirani

مٿان وچ تي چاريون هنيون ويون آهن. جيئن تہ درگاهہ جي هر سال مرمت ٿئي ٿي، ان لاءِ ڇٽي نٿو سگهجي تہ هاڻي پراڻا اوصاف باقي ڪهڙا بچيا آهن.

**درگاهہ نبي شاہ بخاري**: سيد نبي شاهہ بخاري، تعلقي پني عاقل، ضلعي سکر جي هڪ مشهور درگاهہ آهي. جيڪا پني عاقل قومي شاهراه جي اتر طرف (حسين ڪلوڙ روڊ سان) ڇهن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي ۽ ڪوٽ بلا (لڳ ٻچاءَ بند نبي شاهہ اسٽاپ) ڪان اتر- اولهہ ڪنڊ تي ٽن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي ۽ ڳوٺ دادلوءِ ڪان اولهہ طرف ڇئن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي ٻچاءَ بند جي لڳو لڳ، ديهہ ٻڍ، يونين ڪائونسل سڌوجا ۾ واقع آهي. هن درگاهہ جو سنڀاليندڙ سيد مراد شاهہ ولد سيد ارباب شاهہ بخاري آهي. درگاهہ لعلڻ سائين بخاري بن سيد جهنگل شاهہ مست بخاري (ڳوٺ حاجي مولودي، تعلقي ۽ ضلعي گوٽڪي) جي درگاهہ وارا سادات ۽ ٻيرڙي (لڳ مومل جي ماڙي گهوٽڪي) جي بخاري سيدن (جن مان مهراڻ اخبار جو ايڊيٽر، بيباڪ صحافي ۽ مشهور نعت گو شاعر سيد سردار علي شاهہ 'ذاڪر' ٿي گذريو آهي) جو نسب بہ هن بزرگ سان ملي ٿو. سيد نبي شاهہ جي اولاد مان ميان محمد شاهہ پنهنجو ڳوٺ درگاهہ لڳ ٻڌايو هو، جيڪو ميان جي ڳوٺ سان اڄ بہ مشهور آهي، جتي سندن حويليون ۽ جايون هيون، پر اڄ ڪان اٽڪل 100 سال اڳ سيدن اتان نقل مڪاني ڪئي. اهو ڳوٺ اڄ بہ آباد آهي، جتي سومرا ذات جا ماڻهو رهن ٿا. هن قبرستان جي ايراضي اندازاً 10 ايڪڙ ٿيندي. قبرستان جي زمين جي ڪجهہ حصي تي مقامي ماڻهن طرفان والار بہ ڪئي وئي آهي ۽ پرسان ٻڍ مائنرجي ڪوٽائيءَ ۾ بہ قبرستان جي زمين اچي وئي آهي. هن قبرستان ۾ سيد، ڪلوڙ، ڪورائي، بلا، چاچڙ، ڍهيا، سومرا، زنگيجا، شيخ، دائودپوٽا، دايا ۽ سانگي ذاتين جا ماڻهو مدفون آهن. مشهور نعت خوان ۽ عاشق رسول ڪريم صلي اللہ عليہ وسلم فقير محمد مراد سانگي بہ هت آرامي آهي. روضي جي احاطي ۾ بزرگ جي خاندان جا ماڻهو، جن ۾ بزرگ جو فرزند سيد حبيب شاهہ، سيد محمد شاهہ، سيد مراد شاهہ، سيد ارباب شاهہ، سيد جٺندل شاهہ، سيد عطامحمد شاهہ، سيد والي شاهہ ۽ سيد عظيم شاهہ ابدي ننڊ ۾ ستل آهن. درگاهہ تي هر مهيني چند جي ٻارهين تاريخ ملهائي ويندي آهي، جنهن جو انتظام بادل چنو، بهارو فقير ڪورائي ۽ شبير احمد عرف علڻ فقير ڪورائيءَ جي حوالي هوندو آهي، جنهن ۾ صوفياڻو راڳ ويراڳ ٿيندو آهي ۽ لنگر نياز جو بہ بندوبست هوندو آهي. صوفياڻي راڳ جي محفل ۾ ٻاهرين فنڪارن سان گڏ درگاهہ جا راڳي فقير غلام الرسول عرف سبحان اللہ فقير ڪورائي ۽ فنڪار محمد امين ڪورائي پنهنجي سُنگ سان چوڪي ڏيندا آهن.

**درگاهہ نظر شاهہ جيلاني ۽ مسجد** (ماڳ): هي درگاهہ تعلقي موري، ضلعي نوشهري فيروز جي شهر ڏيپارجا ۾، "32 '56 °67 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ "29.0 '47 °26 ڊگريون اوير ڊگهائي ڦاڪ تي موجود آهي. چيو وڃي ٿو تہ اها درگاهہ ٽي سئو سال پراڻي آهي، جيڪا موليي رڪيي نالي مريد ٺهرائي هئي. روايتن موجب هي صوفي مسلڪ جو هوءِ همہ اوست جو نعرو بلند ڪيو هئائين. بزرگ نانگي شاهہ ۽ حيدر شاهہ جون درگاهون بہ هن تعلقي ۾ آهن، جيڪي سندس همعصر هئا. مقبرو پڪين سرن ۽ چن سان اوساريل آهي. مقبري جي ڊيگهہ 24.9 فوٽ، ويڪر 27.5 فوٽ ۽ اوچائي 130 فوٽ آهي. مهاڙي اوير ۾ اٿس. دروازو ڪاٺ جو وچ تي نوڪائين ونگ ۾ ڏنل آهي. دروازي جي مٿان هوا لاءِ جاءِ ڇڏيل آهي. دروازي جي مٿان وري چورس ڦاب ٺهيل آهي. گنبذ ڇت تي ٺهيل آهي. اتر ڏکڻ ۾ 2.6 فوٽن جون بہ دريون هوا لاءِ ڇڏيل آهن. اندر بہ ٽلها ٺهيل آهن،



جن مان اتر واري ٽلهي تي چار قبرون، جڏهن تہ ڏکڻ واري ٽلهي تي ٽي قبرون آهن. پاسن کان بہ مستطيل چورسا ٺهيل آهن، جيڪي ڦابن وسيلي ٻن حصن ۾ ورهايل آهن. هڪ سرائين ڪاشيءَ سان ٺهي ڦابن جا پاسا سينگاريل آهن. وچون ڦاب وڏو آهي. ٻيڙ ٻني تي سيمينٽ جون چاريون سِڌ ۾ لڳل آهن. وچين يعني دروازي جي مٿان ٻيڙ ٻني وٽ بہ ميناريون لڳل آهن، ائين ڪنڊن وٽ بہ ميناريون ٺهيل آهن ۽ وچ وچ تي بہ ميناريون لڳل آهن، پر هاڻي اهي ڊهي ويون آهن. ائين پاسن کان بہ ٽي ٽي مستطيل پانيل جڙيل آهن، جيڪي ٻن ٻن حصن ۾ ورهايل آهن. وچون ڦاب پاسي وارن ڦابن کان ننڍو آهي، جنهن ۾ هوا لاءِ دريون ڏنل آهن. ائين ڇت تي وڏو شاهي گول گنبذ، هيٺ حجري کي اٺڪندو ڪري جوڙ ڪندون ڏئي ٺاهيو ويو آهي، جيڪو ويٺوڙي نموني جو آهي. ان جي مٿان سنڌي اڏاوتي نشان ڪوٽيءَ جو گل ۽ ان جي مٿان خود ڪوٽي يا ڪنول جي گل جهڙي اڏاوت ڏنل آهي. مقبري جا پاسا ڪلر سبب ڪاچي ويا آهن، جن جي تازي لنب ڪيل ٿي ڏسجي. هونئن ڏسڻ ۾ هي مقبرو سٺي حالت ۾ آهي. درگاهہ جي پرسان قديم مسجد آهي، جنهن جي مهاڙي پانيلن ۽ ڦابن سان ٺهيل آهي. اڳيان چار ميناريون ٺهيل آهن، جن تي ننڍڙا گنبذ ۽ انهن جي مٿان ڪاشيءَ جون ننڍيون نيلون ڏنل آهن. گنبذ شاهي نموني جو گول آهي، جيڪو انهيءَ ننڍڙيءَ مسجد جي جسامت جي حساب سان وڏو آهي، جيڪو گچ تي بيٺل آهي. گچ جي ٻيڙ ٻني تي برجيون ۽ هيٺ ڇت تائين سينگار ٿيل آهي. مسجد بہ مقبري وانگر قديم آهي.

**درگاهہ نورپور**: تعلقي گنبٽ، ضلعي خيرپورميرس ۾ 1947ع ۾ پير مٺا سائين تبليغ تي آيو ۽ موجوده نورپور واري جاءِ کي پسند ڪري، اُتي هڪ مهينو رهي، خليفي کي درگاهہ ٺاهڻ جو حڪم ڪيائين ۽ اَن جو نالو درگاهہ نور پور رکيو ويو. مٺا سائينءَ جي وصال کانپوءِ خليفي نورمحمد نورپور ۾ مستقل قيام ڪيو. خليفي نور محمد جي وفات کانپوءِ 22 ذوالحج 1418ھ/ 20 اپريل 1998ع تي نورپور ۾ ئي سندس مزار جوڙي وئي. هن درگاهہ تي هر مهيني يارهينءَ جي رات مجلس ٿيندي آهي. درگاهہ سان

گڏ هڪ مسجد ۽ ڏهه مسافرخانا ٺهيل آهن. هن مرڪز ۾ روزانو به پيرا مراقبو، واعظ ۽ نصيحت جي مجلس ٿيندي آهي، جنهن ۾ گادي نشين خطاب ڪندو آهي.

**درگاهه هوتي، نوتي**: هي درگاهه ٻن بزرگن جو مدفن آهي، جيڪي ڀائر ڇيا وڃن ٿا. انهن مان هڪ جو نالو هوتي ۽ ٻئي جو نوتي هو. هنن ٻنهي بزرگن لاءِ مقامي ماڻهن جو چوڻ آهي ته اهي ستين صدي هجريءَ ڌاري ايران مان سنڌ ۾ اچي هن جاءِ تي رهيا، جتي سندن درگاهه آهي. سندن لاءِ اهو پڻ چيو وڃي ٿو ته اهي ٻئي اهل الله بزرگ ايران جي بزرگ حضرت نورانيءَ جا پٽ هئا. هيءَ مزار احمدپور روڊ تي تعلقي ڪنگري، ضلعي


درگاهه هوتي نوتي

خيرپور ميرس ۾ واقع آهي. ٻنهي بزرگن جون مزارون هڪ ئي مقبري ۾ آهن. مقبري جي عمارت جي پرسان هڪ مسجد به تعمير ڪئي وئي آهي. مقبرو ڀيهر تعمير ٿيل ڏسجي ٿو، جنهن ۾ سرن ۽ سيمينٽ ۽ استعمال ڪيل آهي. مقبري جي مهاڙيءَ ۾ ڪاشيءَ جون سرون نصب ڪيل آهن، جيڪي عمارت کي زيبائتو ڪيو بيٺيون آهن. عمارت جي اڳياڙي کان ٻنهي پاسي مينار تعمير ٿيل دروازو ونگ سان چوڪاٺي ۾ جڙيل اٿس. مقبري جو ڳچ اٺ ڪنڊائون، چاريدار آهي، جنهن تي گنبذ آهي. گنبذ مٿان ابتو ڪنول جو گل ۽ ان مٿان وري نيل لڳل آهي. مقبرو عام مقامي ماڻهن جي زيارتگاهه آهي.

**درگاهي ميراڻي**: ناليواري شاعر درگاهي ميراڻي ولد واحد بخش ميراڻيءَ جو اصل نالو عبدالرحمان هو. سندس والده بيگم فقيرياڻي سنڌ جي ناليواري فنڪاره ٿي گذري آهي. درگاهي ميراڻيءَ جو جنم 5 مارچ



1942ع تي ڳوٺ انباهه (هنباهه) لڳ چڪ، تعلقي لکي غلام شاهه، ضلعي شڪارپور ۾ ٿيو. اڳتي هلي روهڙيءَ ۾ مستقل رهائش پذير ٿيو، جتان هن 1959ع ۾ ميونسپل هاءِ اسڪول روهڙيءَ مان مئٽرڪ ڪيائين. 1963ع ۾ اسلاميه ڪاليج سکر مان بي. اي ۽ 1968ع ۾ ايم. اي، انگريزي ادب ۾ ڪيائين. تعليم مڪمل ڪرڻ ڪانپوءِ عملي زندگيءَ جو آغاز 1968ع ڌاري ٽريزريءَ ۾ ڪلارڪيءَ سان ڪيائين. 1976ع ۾ گهوٽڪيءَ جي ڪاٽن فيڪٽريءَ ۾ اڪائونٽنٽ ٿيو. اها نوڪري به ڇڏي ڏنائين. 1978ع ۾ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو امتحان ڏئي، 1979ع کان سي. ايم. ڪاليج ڪراچيءَ ۾ انگريزيءَ جو ليڪچرر مقرر ٿيو.

درگاهي ميراڻي استاد جي حيثيت سان شڪارپور ۽ روهڙيءَ ۾ وڏي خدمت ڪئي. هن ادب، شاعري، راڳ ۽ ترجمي نگاريءَ ۾ نالو روشن ڪيو. هن شاعريءَ جي مختلف صنفن تي طبع آزمائي ڪئي. ليڪن کيس ڪافيءَ تي دسترس حاصل هئي. وڏا وڏا راڳي سندس شاعري ڳائيندا هئا. وٽس هر هفتي وڏي ادبي ڪچهري ٿيندي هئي. هن شاهه لطيف، سچل سرمست ۽ بيدل فقير جي ڪجهه شاعري انگريزيءَ ۾ به ترجمو ڪئي هئي. دل جي دوري پوڻ سبب 23 اپريل 1988ع تي وفات ڪري ويو. هن ادب جي دنيا ۾ هڪ شاعر طور قدم رکيو. پختو شاعر ۽ اديب هو. شاعريءَ ۾ پهرين 'ديوانو' تخلص اختيار ڪيائين. ان کان پوءِ 'درگاهي ميراڻيءَ' جي نالي سان لکيائين. سندس وفات ڪانپوءِ سندس چونڊ شاعريءَ جو مجموعو سندس لائق فرزند ۽ ناليواري شاعر اختر درگاهيءَ 'سندي سڪ پرين' (1992ع) جي عنوان سان ڇپايو آهي. ان کان سواءِ سندس ڪافين جا ننڍڙا ننڍڙا ڪيترائي ڪتاب ڇپيل آهن.

**درگداس بي. آڏواڻي**: ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي اڳوڻي ميئر، سياسي، سماجي ۽ واپاري اڳواڻ درگداس ولد ڀوڄراج مل آڏواڻيءَ جو تعلق سنڌ سان هو. سندس والد جي جنم ڀومي ڪراچي هئي. هو پيشي جي لحاظ کان هڪ



آرڪيٽيڪٽ هو، پر سماجي، سياسي ۽ واپاري شخص طور مشهور ٿيو. درگداس ڊي. جي. ڪاليج مان انجنيئرنگ جي ڊگري حاصل ڪئي. سندس والد هندستان جو مشهور فوٽوگرافر هو. سندس ڏاڏو ديوان ڪيولرام سنڌ ۾ مختيارڪار هو، جيڪو هڪ سٺو اديب به هو. ديوان درگداس سماجي ڪمن جي شروعات سنڌ سڀا جي پليٽفارم تان ڪئي. هو ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ ۽ انڊين نيشنل ڪانگريس جو سرگرم رڪن هو. 1908ع کان 1920ع تائين سنڌ ۾ مختلف موضوعن تي ڪانفرنسون منعقد ٿينديون رهيون، جن ۾ سنڌ جي ماڻهن ۾ سياسي ۽ سماجي شعور آڻڻ لاءِ هن ڪوششون ورتيون. 28 آگسٽ 1920ع تي حيدرآباد ۾ 'تحريڪ عدم تعاون' (نان ڪوآپريشن موومينٽ) لاءِ سڏايل ڪانفرنس جي صدارت هن ڪئي هئي.

1913ع ۾ جڏهن ڪراچيءَ ۾ انڊين نيشنل ڪانگريس جو اٺاويهون اجلاس منعقد ٿيو ته هي انهيءَ اجلاس جي آدرياءُ ڪميٽيءَ جو ميمبر هو. هي 1930ع کان ڪراچيءَ ۾ شروع ٿيل ستياگرهه هلچل ۽ بعد ۾ 'هندستان خالي ڪريو' هلچل ۾ سرگرم ڪارڪن رهيو. 'هندستان خالي ڪريو' هلچل جي اعلان سان گڏ سنڌ ۾ وڏي پيماني تي مظاهرا ٿيا، جن ۾ ڪيترا سياسي ڪارڪن گرفتار ٿيا ۽ انهن تي پوليس جي وحشياڻي

ڪارروائي ٿي، جنهن سبب ڪيترا ڪارڪن شهيد بہ ٿيا هئا. ان سلسلي ۾ ڪراچيءَ جي واپارين پاران شاهدين جمع ڪرائڻ ۽ رپورٽ ٺاهڻ لاءِ 13 آگسٽ 1942ع تي هڪ ست رڪني ڪميٽي جوڙي وئي، جنهن جو ميمبر درگداس پوڄراج هو. مارچ 1931ع تي سنڌ جي راڄڌاني ڪراچيءَ ۾ نيشنل ڪانگريس جو ٿن ڏينهن وارو پنجيتاليهون اجلاس منعقد ٿيو هو. ان جي انتظامن ۾ ديوان پوڄراج آڏواڻيءَ جو هٿ هو. ان اجلاس جي موقعي تي هن آرڪيٽيڪٽ جي حيثيت سان هڪ خوبصورت عارضي شهر جو نقشو بہ جوڙيو، جنهن جو نالو 'ڪانگريس ۽ هرچندراءِ نگر' رکيو ويو. جنهن جي نگرانيءَ جي ذميواري جمشيد نسروانجي ميهتا کي ڏني وئي. انهيءَ اجلاس جي صدارت سردار ولڀ ڀائي پٽيل ڪئي. ديوان درگداس جو شمار ڪراچيءَ جي انهن چند اهم واپارين ۾ ٿيندو هو. جن 'ڪراچي انڊين مرچنٽس ايسوسيئيشن' ۽ 'ڪراچي ڪاٽن ايسوسيئيشن' جي ترقيءَ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. هي 1910ع ڌاري پهريون ڀيرو ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. ان کان پوءِ مختلف ڪميٽين جو صدر پڻ رهيو. هن ڪراچيءَ جي لي مارڪيٽ واري علائقي ۾ غريب ٻارن لاءِ 'ڊي. بي. آڏواڻي، پرائمري اسڪول' بہ قائم ڪيو. جنهن کي هاڻي سچل ڳوٺ ۾ منتقل ڪري آندو ويو آهي. هن ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۾ ايڊمنسٽريشن بلاڪ ٺهرايو. جنهن جو افتتاح بہ هن پاڻ ڪيو هو. ديوان درگداس، 10 جنوري 1930ع تي ڪراچي ضلعي جي سطح تي ٺهندڙ ضلعي ڪو آپريٽو انسٽيٽيوٽ جي بنياد وجهندڙن مان هڪ هو. جنهن اداري جو پهريون صدر جمشيد نسروانجي ميهتا ۽ سيڪريٽري جي. ايم. سيد هو. هي ڪيترا سال سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ جي بورڊ آف ڊائريڪٽرس جو ميمبر رهيو. ڪوآپريٽو بئنڪ ۽ سوسائٽيءَ جي ترقيءَ ۾ بہ اهم ڪردار ادا ڪيائين. هي 4 مئي 1937ع تي ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو بنا مقابلي ميئر بہ چونڊيو ۽ 4 مئي 1938ع تائين ان جو صدر رهيو.

ورهاڱي بعد ديوان گرداس 1948ع ڌاري هندستان وڃي اُتي رهائش اختيار ڪئي ۽ اتي ئي وفات ڪيائين.

**درماهه** (ديهہ): تعلقي ٽنڊو آدم، ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

عبدالله شاهہ، لال بخش کوسو، ملان ڳوٺ، سڄو ساند، ربو ساند، اسماعيل راهو، ڪولي جو ڳوٺ، رئيس خدا بخش، والي ڏنو ساند، جيٺو ڪمان، حاجي نور محمد کوسو، منو کوسو ۽ حاجي ساند.

**در محمد**:[1] (ديهہ): ضلعي قمبر- شهدادڪوٽ جي تعلقي شهدادڪوٽ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

مرزا خان جاگيراڻي، علي گوهر مگسي، عيسيٰ خان مگسي، رحيم بخش مگسي، محمد پريل کوسو، قلندر بخش، ميرحسن کوسو، عبدالفتاح جروار، غلام عمر کوسو، مولا بخش مگسي، گل حسن مگسي، دين محمد چانديو ۽ خير محمد مستوئي.

**در محمد**[2] (ديهہ): تعلقي خيرپور ناٿن شاهہ، ضلعي دادوءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حاجي عثمان قمبراڻي، فقير محمد برهماڻي، ڪوهہ وارا ڪلهوڙا، مهراب قمبراڻي ۽ فيض محمد قمبراڻي.

**در محمد اوستو** (1916-1994): نامور سياستدان در محمد اوستو جيڪب آباد ضلعي بااثر زميندار خاندان مان هو. هن جو والد محمد حيات



اوستو پنهنجي وقت جو معتبر ۽ مقبول شخصيت هو جنهن هيءَ مهاپاري جنگ ۽ بيگاري ڪئنال جي کوٽائيءَ وقت اهم خدمتون سرانجام ڏنيون هيون. در محمد اوستو 1916ع ڌاري ڄائو. هن ابتدائي تعليم پنهنجي اباڻي ڳوٺ ۽ ثانوي تعليم جيڪب آباد ۾ حاصل ڪئي، جڏهن تہ مئٽرڪ شڪارپور جي چيلاسنگهہ سيتل داس اڪيڊميءَ مان ڪيائين. هن عربي ۽ فارسيءَ جي ڪجهہ تعليم مولانا محمد ايوب مهر کان ورتي. هن پيءُ جي وفات کان پوءِ اباڻي زمينداري سنڀالي. در محمد اوستو 1932ع ۾ ڳوٺ کان لڏي اچي جيڪب آباد ۾ وينو ۽ شهر جي ڀلائيءَ جي ڪمن ۾ حصو ورتائين. 1940ع ۾ مسلم ليگ جو ميمبر ٿيو. سپ کان پهريائين پنهنجي ڳوٺ واري تڪ تان ڪائونسلر چونڊيو ۽ جڏهن ايوب خان ملڪ ۾ بنيادي جمهوريت لاڳو ڪئي تہ هي قومي سطح تي اُڀري آيو ۽ ملڪ جي 80 هزار ڪائونسلرن مان صدر ايوب خان جي حمايت سان هي بہ ڪائونسلر چونڊجي آيو. ان پليٽفارم تان هي پهرين ٽرانسپورٽ اينڊ ڪميونيڪيشن جو وفاقي وزير ٿيو. درمحمد اوستو ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جيڪب آباد جو چيئرمئن بہ ٿي رهيو. جنهن دوران هن ضلعي اندر ڪافي ترقياتي ڪم ڪرايا، جن ۾ ڪاليج هاءِ اسڪول، مڊل اسڪول ۽ پرائمري اسڪول شامل آهن. هن ٽائون هال جيڪب آباد جو بنياد رکيو. 1970ع جي چونڊن ۾ آزاد اميدوار طور چونڊجي آيو. ٿوري وقت کان پوءِ محترم ذوالفقار علي ڀُٽي جي دعوت تي هن پيپلز پارٽيءَ ۾ شموليت اختيار ڪئي، جنهن کان پوءِ هو سڄو وقت ذوالفقار علي ڀٽي ۽ سنڌس پارٽيءَ سان وفادار رهيو. ڪيس پهرين تعليم جي صوبائي وزارت ڏني وئي، جنهن ڪانپوءِ آبپاشي ۽ بجليءَ جو وزير ٿيو. هن جي وقت ۾ ڪيرٿر ڪئنال مان نڪرندڙ سيف الله مگسي واهہ ۽ بيگاري ڪئنال مان نڪرندڙ ڪوريجا واهہ کوليا ويا.

1983ع ۾ سندس فرزند الطاف حسين اوستو گذاري ويو، جنهن جي وفات هن کي جهوري وڌو ۽ هو سياسي سرگرمين ۾ پوئتي رهڻ لڳو.

هن 14 نومبر 1994ع تي وفات ڪئي. کيس اباڻي ڳوٺ نئورا (Nawra) ۾ دفنايو ويو.

**در محمد پناڻ**: (ڏسو: پناڻ، در محمد، ڊاڪٽر، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد ٽيون).

**درمحمد پنهور، مولانا**: نامور عالم، شاعر ۽ مولانا در محمد ولد امام بخش پنهور 1902ع ڌاري ڳوٺ سيد عاليوال، تعلقي ميهڙ، ضلعي دادوءَ ۾ جنم ورتو. عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم مولانا عبدالڪريم ڏيري کان حاصل ڪرڻ بعد اتي ئي دستاربندي ڪيائين. هن ڪجهہ وقت

پنهنجي ڳوٺ عاليوال ۾ پڙهايو. جنهن بعد هن ڪاهي مهيسر ۾ ٻارهن سال پڙهائڻ بعد ڳوٺ گرڪڻ ۽ فريدآباد جي مدرسن ۾ پڻ پڙهايايو. سندس لکيل ڪتابن ۾ 'امداد الصرف'، 'نحو'، 'هدايت المنظور'، 'مسائل فقه' قابلِ ذڪر آهن. مولانا وٽان ڪيترائي شاگرد درس ونئي فارغ التحصيل ٿيا. سندس مشهور شاگردن ۾ مولانا محمد علي، مولانا عبدالله ورنا (بلوچستان)، مولانا الاهي بخش (بلوچستان)، حافظ محمد صادق، حافظ محمد ابراهيم ۽ ٻيا نامور عالم شامل آهن. مولانا حج لاءِ به ويو. جتان واپسيءَ تي سندس طبيعت خراب ٿي ۽ بيمار رهڻ لڳو. هن 1976ع ۾ وفات ڪئي. سندس آخري آرامگاهه اباڻي ڳوٺ عاليوال جي قبرستان ۾ آهي.

**در محمد 'خاڪ' ڪانڊلوي:** (ڏسو: خاڪ، در محمد، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد چوٿون.)

**در محمد خان:** در محمد خان ولد محمد خان خاڪواڻي ميرن جي حڪومت ۾ ملتان کان اچي خيرپور ۾ آباد ٿيو. ساڻس فوجي دستو به گڏ هو. هن خاندان جا وڏا پٺاڻن جي سدوزئي قبيلي جا پڳدار هئا ۽ احمد شاهه درانيءَ جي فوج ۾ اعليٰ عهدن تي فائز هئا. مير علي مراد خان، در محمد خان کي ٽي جاگيرون ۽ پنج سؤ گهوڙا ڏنا. هو گمبٽ تعلقي جي ڳوٺ جادي واهڻ ۾ رهندو هو. هن جا جهونا گهرهه جي مدارا المهام شيخ محمد بهاءِ الدين سان گهاٽا تعلقات هئا ۽ مير علي مراد خان ٽالپر جو به ساڻس ڪافي قرب هو. در محمد خان، ميرن جي نونارين سان لڳل جنگ ۾ به شامل هو. ان ڪانپوءِ جڏهن مير صاحب سر چارلس نيپيئر سان گڏ وطن پرست جوڌي بجار خان ڊومڪي ۽ ٻين بلوچ انقلابين تي چڙهائي ڪئي هئي، تڏهن به سندس فوج جي ڪمان در محمد خان جي هٿ ۾ هئي. هن 1847ع / 1263هه تي وفات ڪئي. سندس وفات ڪانپوءِ پٽس علي محمد خان جانشين ٿيو ۽ مير علي مراد خان ٽالپر جي لشڪر جو سالار بڻيو.

**در محمد خان مري:** در محمد خان ولد گل بيگ خان مري، جنهن جي نالي تي هڪ ريلوي اسٽيشن به آهي، بلوچستان مان لڏي اچي سنڌ ۾ ضلع نوابشاهه ۾ زمين خريد ڪري رهيو هو ۽ اتي قائم ٿيندڙ ريلوي اسٽيشن لاءِ زمين عطيي طور ڏنائين، ان ڪري ان تي سندس نالو رکيو ويو. رئيس در محمد خان مريءَ کي انگريزن جي دؤر ۾ وڏو مقام حاصل ٿيو برطانوي حڪومت سندس سماجي خدمت ۽ بهادريءَ کي ڏسي کيس ڪيترا انعام ۽ سندون ڏنيون.

**در محمد ڊول:** مولوي در محمد ولد ملا واصل محمد ڊول 1293هه/ 1886ع ۾ ڳوٺ محمد واصل لڳ ٺل ضلعي جيڪب آباد ۾ ڄائو. هيءُ ٺل جي پرائمري اسڪول ۾ ست درجا سنڌيءَ جا پڙهڻ ڪانپوءِ مولانا نبي بخش عوديءَ کان تعليم وٺي دستاربند ٿيو. علم جي تحصيل کان پوءِ مولوي در محمد مختلف مدرسن ۾ تعليم ڏني. ان بعد جونگل ۾ پنهنجو مدرسو قائم ڪري 9 سال اتي تعليم ۽ تدريس جو ڪم جاري رکيائين. جنهن بعد وري اچي ٺل ۾ مدرسو قائم ڪيائين، جتي اٺ سال تعليم ڏنائين. آخر ۾ ٻيهر جونگل جي مدرسي ڏانهن موٽي ويو.

مولوي در محمد ڊول خلافت تحريڪ ۾ شامل ٿيڻ سان سياست جي ميدان ۾ قدم رکيو هو اتر سنڌ جي ناميارن خلافتي ڪارڪنن مان هو. هن شروع کان آخر تائين تحريڪ جي هڙان وڙان مدد ڪئي. هيءُ جيڪب آباد خلافت ڪاميٽيءَ جو ناظم به ٿي رهيو خلافتي عالمن جڏهن انگريزن ۽ امن سپائين خلاف فتوائن جو سلسلو شروع ڪيو ته هن به ڪيترين فتوائن تي صحيحون ڪيون. ان ڪانسواءِ هو تحريڪ جي مکيه گڏجاڻين، خواهه ڪانفرنسن ۾ شرڪت ڪندو هو. خلافت تحريڪ جي خاتمي ڪانپوءِ جمعيت العلماء سنڌ ۾ شامل ٿي سياسي خدمت ڪيائين. هيءُ جيسيتائين ٺل ۾ رهيو، تيستائين هي شهر خلافت تحريڪ خواهه جمعيت جو مرڪز رهيو ۽ سندس ئي ڪوشش سان اتي ڪيترائي عظيم الشان جلسا به منعقد ٿيا. 1944ع ۾ حيدرآباد جي تاريخي قلعي ۾ جڏهن قاري محمد طيب ديوبنديءَ جي صدارت هيٺ جمعيت العلماء سنڌ جو جلسو ٿيو ته مولانا به ان ۾ شريڪ ٿي وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيو. هن تاريخ 18 شعبان سن 1370هه/ 21 مئي 1951ع تي وفات ڪئي.

**در محمد سڪندري:** علامه مفتي در محمد سڪندري پنهنجي وقت جو وڏو عالم ۽ مفتي هو. نهايت سادو، درويش صفت ۽ باعمل انسان هو. مفتي صاحب 1939ع ڌاري اسلام ڪوٽ ويجهو ڳوٺ وروائيءَ ۾ محمد ابراهيم لنجي جي گهر ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم ڳوٺ ۾ حاصل ڪرڻ کان پوءِ 1951ع ۾ ڪيس مدرسه بحر العلوم ڪنريءَ ۾ داخل ڪيو ويو. اتي متوسط درجي جي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ 1957ع ۾ سنڌ جي مشهور ديني درگاهه پير جو ڳوٺ (خيرپور) ۾ داخل ٿيو. اتي درس نظاميءَ جي مروج تعليم حاصل ڪيائين. گڏوگڏ مولوي عربي، عالم عربي ۽ فاضل عربيءَ جا امتحان حيدرآباد بورڊ طرفان پاس ڪيائين. مفتي صاحب فتويٰ نويسيءَ جو ڪورس به مڪمل ڪيو. 1962ع ۾ جامعه راشديه مان فارغ التحصيل ٿي 'سَند الفراغ' حاصل ڪيائين. فراغت کان پوءِ ڪجهه وقت سڪرنڊ ۽ مٽياريءَ ۾ امامت ۽ خطابت ڪيائين. ان کان پوءِ جامعه راشديه درگاهه پير ڳوٺ جي مهتمم مفتي محمد صالح مهر جي حڪم سان 16 اپريل 1962ع تي مدرسه صبغة الاسلام سانگهڙ جو استاد مقرر ٿيو ۽ زندگيءَ جي آخري گهڙين تائين هن مدرسي جي مهتمم طور ديني ۽ علمي خدمتون سرنجام ڏنائين. جتان ڪيترائي عالم، حافظ ۽ قاري تيار ٿي نڪتا. ان دوران مفتي صاحب تصنيف، تاليف، ترجمن ۽ فتوائن جو سلسلو به جاري رکيو هو هڪ بهترين شاعر به هو. سندن ڪلام جو گهڻو حصو غزلن تي مشتمل آهي. سنڌيءَ سان گڏ فارسي ۽ اردوءَ ۾ به شاعري ڪيائين.

مفتي در محمد سڪندري، پنج سال ضلعي سانگهڙ ۾ زڪواة ۽ عشر ڪميٽيءَ جو چيئرمين پڻ رهيو ۽ نهايت ديانتداري ۽ ايمانداريءَ سان حقدارن جي حق رسي ڪيائين. 1986ع ۾ اڳوڻي وزيراعظم محمد خان جوڻيجي جي حج ڪوٽا ۾ حج جي سعادت به حاصل ڪيائين.

مفتي در محمد 12 محرم الحرام 1422هه مطابق 7 اپريل 2001ع تي وفات ڪئي. سندس فتوائن ۽ ٻين تصنيفن جي ترتيب ۽ ڇپائيءَ جو ڪم سندس لائق شاگرد حافظ مفتي عبدالرزاق مهراڻ سڪندري جاري رکيو آهي.

**در محمد سومرو:** سنڌ جو نالي وارو تعليمدان ۽ ليکڪ درمحمد ولد واحد بخش سومرو، 26 ڊسمبر 1910ع تي نئين ديري پرسان پير جي ڳوٺ ۾ جائو. ابتدائي تعليم نئين ديري ۾ حاصل ڪرڻ بعد هن مئٽرڪ 1933ع ۽ انٽر 1935ع ۾ بمبئيءَ جي مختلف درسگاهن مان ڪئي. بي. اي 1939ع ۾ علي ڳڙهه يونيورسٽي مان، ايم. اي (جنرل هسٽري) 1942ع ۾ ۽ ايم. اي (مسلم هسٽري) 1947ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. در محمد سومري استاد هجڻ جي حوالي سان سنڌ جي ڪيترن ئي شهرن جي درسگاهن ۾ خدمتون سر انجام ڏنيون. ان دؤران تعليم جي واڌاري ۽ سڌاري لاءِ ڪافي جاکوڙ ڪيائين. هن مختلف اسڪولن ۾ استاد توڙي هيڊماسٽر طور پنهنجا فرض نهايت ئي احسن طريقي سان سرانجام ڏنا. هن سموري عمر تعليم جي واڌاري لاءِ پاڻ پتوڙيندي گذاري. سندس تعليم جي موضوع تي ڪيترائي تحقيقي مضمون لکيل آهن، جيڪي ان وقت جي مشهور اخبارن توڙي رسالن ۾ شايع ٿيندا رهيا. 1966ع ۾ تعليم کاتي مان رٽائر ٿيو، پر استادي پيشي سان آخر تائين سلهاڙيل رهيو. رٽائر ٿيڻ بعد مدرسة الغرباء پرائمري ۽ سيڪنڊري اسڪول رتيديري ۾ هيڊماستر ۽ آرٽس ڪاليج رتيديري جو پرنسپال به رهيو. در محمد سومرو ڪيترن درسي ڪتابن جو ليکڪ به هو، جيڪي لوئر سيڪنڊري، هاير سيڪنڊري، بي. اي ۽ ايم. اي تائين پڙهايا ويندا هئا. هو هڪ تعليمي ماهر هئڻ سان گڏ بهترين منتظم به هو. کيس بهترين استاد طور ان وقت جي بالا آفيسرن علامہ دائود پوٽي، سيد غلام مصطفيٰ شاهه ۽ سيد عطا حسين شاهه موسويءَ پاران تعريفي سندون ۽ سرٽيفڪيٽ مليا آهن. هن 6 آگسٽ 1972ع تي وفات ڪئي.

**در محمد عالماڻي:** سنڌ جو مشهور ملهه پهلوان در محمد عالماڻي ڳوٺ سمندر خان عالماڻي تعلقي موري جو رهاڪو هو. هن پهلوان جو ملهه ۾ پهريون استاد ٻيلو ڏکڻ هو. ملهه جي انگن جي سکيا وٺڻ کانپوءِ ٽن سالن تائين ٽئين جوڙ ۽ ٻن سالن تائين ٻئي جوڙ ۾ وڙهيو. ان کانپوءِ در محمد پهلوان، شير ميربحر کان پهلوانيءَ جو ڏاڪو ٻڌرائي پهرئين جوڙ ۾ پهتو. سڄيءَ سنڌ جي ميلن ۾ مشهور پهلوانن سان مقابلا ڪري



ڪاميابي حاصل ڪيائين. هن پهرئين جوڙ ۾ 12 کان 13 سال لڳاتار سنڌ جي هر وڏي ميلي ۾ ملهه طور شرڪت ڪئي. هن ملهه جي ميدان ۾ ڪوڙ شاگرد پيدا ڪيا. پهلوان در محمد عالماڻي ملاکڙن جو منتظم به ٿي رهيو آهي. هن سنڌ ۽ ملڪ جي ٻين حصن ۾ ٿيندڙ ميلن ملاکڙن ۾ حصو ورتو مقابلا ڪيا، جنهنڪري کيس 'سينگار سنڌ پهلوان' جي اعزاز سان نوازيو ويو

پهلوان در محمد عالماڻيءَ کي مجتا طور ڪيترا اوارڊ، شيلڊون ۽ سرٽيفڪيٽ پڻ مليا. در محمد عالماڻي اتر سنڌ جو وڏو ملهه شمار ٿيندو هو

**در محمد فقير:** فقير در محمد صوفي شاهه عنايت شهيد جي سلسلي جو شاعر هو ان ڏس ۾ محقق ۽ اديب ڊاڪٽر محمد علي مانجهيءَ پنهنجي پي. ايڇ. ڊي جي مقالي 'شاهه عنايت شهيد جي سلسلي جا شاعر' ۾ سندس زندگيءَ ۽ شاعريءَ بابت مختلف حوالن سان لکيو آهي ته: فقير در محمد مسڪين ابن خداداد ابن فقير خدا بخش ابن روحل فقير پنهنجي ابن ڏاڏن وانگر بهترين شاعر ٿي گذريو آهي. هي صوفي درويش اڪثر صوفين ۽ فقيرن جي صحبت ۾ وقت گهاريندو هو سندس ڪلام ڪافين، بيتن ۽ واين تي مشتمل آهي. هتي سندس هڪ شعر پيش ڪجي ٿو:

يڪدم زير زنار جي آندو الو ميان زاهد شيخ صنعان،
در محمد جي درد جو دلبر دلڻون ڪيو ڪو درمان.

**در محمد ڪمال:** مشهور صحافي در محمد ڪمال ولد حاجي محمد عيسيٰ سولنگي، 8 جولاءِ 1947ع تي ڳوٺ ڪوڙي جا پاڻ، تعلقي نوشهري فيروز ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم ڳوٺ جي پرائمري اسڪول مان ورتائين.



مئٽرڪ 1962ع ۾ مدرسہ هاءِ اسڪول نوشهري فيروز مان ڪيائين. بي اي 1972ع ۾ ڪيائين ۽ ايل. ايل. بي 1974ع ۾ ڪيائين. ان کان سواءِ سنڌ طبيہ ڪاليج حيدرآباد مان بي. يو. ايم. ايس جو سرٽيفڪيٽ 1969ع ۾ ورتائين، جنهن ۾ هن اولهه پاڪستان ۾ پهرين پوزيشن ماڻي.

در محمد ڪمال ملازمت جو آغاز 1963ع ۾ سيڪنڊري اسڪول ٽيچر جي حيثيت ۾ حيدرآباد مان ڪيو. نورالدين مڊل اسڪول حيدرآباد جو هيڊ ماستر به ٿيو ساڳئي عرصي ۾ صحافت جو آغاز ڪندي 'نواءِ سنڌ' اخبار سان وابسته رهيو. بعد ۾ 'الوحيد' جي ٻئي دؤر ۾ اخبار جو سب ايڊيٽر ٿيو 1974ع ۾ 'آفتاب' اخبار جو پهريون پرچو به هن ئي ايڊٽ ڪيو. جڏهن ته ان ئي عرصي دوران 'اديون' رسالي جي ايڊيٽنگ به ڪيائين. سيد سردار علي شاهه جي ادارت ۾ نڪرندڙ اخبار روزاني 'مهراڻ' ۾ خدمتون سرانجام ڏيڻ سان گڏ روزاني 'خادم وطن' ۾ به ڪم ڪيائين. 1974ع ۾ روزاني 'عبرت' ۾ سب ايڊيٽر ٿيو اپريل 1976ع ۾ ڪميشن جو امتحان پاس ڪري اطلاعات کاتي ۾ انفرميشن آفيسر مقرر ٿيو 1979ع ۾ جڏهن مولانا وسيع مظهر ندوي حيدرآباد جو ميئر هو، تڏهن هي ڊيپوٽيشن تي ميونسپل ڪارپوريشن ۾ پي. آر. او مقرر ڪيو ويو

1979ع ۾ واپس اطلاعات کاتي ۾ آيو 1981ع ۾ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل بدين ۾ پي. آر. او مقرر ڪيو ويو انهيءَ عرصي دوران لاڙ بابت تحقيقي مضمونن جي مقابلي ۾ حصو وٺي 'لاڙ جو لعل' اوارڊ حاصل ڪيائين. اهو مقابلو سنڌي ادبي سوسائٽيءَ پاران شيخ محمد سومار جي

اگواٽيءَ ۾ ٿيو. 1986ع ۾ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر انفرميشن بدين مقرر ٿيو. 1989ع ۾ ڊائريڪٽر انفرميشن حيدرآباد جي اضافي چارج ڪيس مليس. 1990ع ۾ باقاعدي ڪيس انفرميشن حيدرآباد جو ڊائريڪٽر مقرر ڪيو ويو. 1995ع ۾ ڪيس انفرميشن آفيس ميرپور خاص بدلي ڪيو ويو. 1997ع ۾ بيهر حيدرآباد ۾ انفرميشن ڊائريڪٽر جو عهدو سنڀاليائين. 2001ع ۾ وزيراعليٰ سنڌ جو پريس سيڪريٽري رهيو. 2003ع ۾ ڪراچي ۾ اطلاعات کاتي جو ڊائريڪٽر ٿيو. ان کانپوءِ حيدرآباد بدلي ٿي آيو. 2007ع ۾ رٽائرمنٽ ورتائين.

در محمد ڪمال ڪيتري عرصي کان شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي رسالي تي به ڪم ڪري رهيو آهي. سنڌس لوڪ ادب سان خاص دلچسپي رهي آهي. هن جي ئي ڪوشش سان شاهه لطيف جي ساليانِي عرس تي 1995ع کان سگهڙن جي ڪچهريءَ جو سلسلو شروع ٿيو. هن 'پنهنجو گهر' جي نالي سان ميوزم به ٺاهيو، جنهن ۾ گهريلو استعمال ۽ ثقافتي پس منظر جا سوين ائٽم موجود هئا. بعد ۾ اهو سمورو سامان سنڌ ميوزيم حيدرآباد کي ڏنائين.

در محمد ڪمال 'سنڌي لوڪ ادب تنظيم' (سلات) جي ڪنوينر جي حيثيت ۾ سنڌ جي مختلف شهرن ۽ ڳوٺن ۾ ڪيتريون سگهڙ ڪچهريون ڪرائي چڪو آهي ۽ سندس خدمتن جو اهو سلسلو اڃا تائين هلندڙ آهي. سنڌ جي ثقافت، تاريخ ۽ جاگرافيءَ تي لکيل سندس لاتعداد مضمون روزاني عبرت، آفتاب ۽ ٻين اخبارن ۾ ڇپيل آهن. جيڪو سلسلو اڃا تائين هلندڙ آهي. هن 1983ع ۾ 'سولنگي تاريخ' نالي ڪتاب لکيو. ان کانسواءِ وٽس مختلف موضوعن تي ڪافي ڪتاب ترتيب ڏنل آهن.

**در محمد گائنچو:** نامور سرندي نواز دُر محمد ولد بخش علي گائنچو، 1942ع ڏاري بدي جبل، ضلعي دادوءَ ۾ پيدا ٿيو. ضلعي دادوءَ جي مشهور درگاهه گاجي شاهه تي سُرندو اچ سودو وڄايو ويندو آهي، جتي ماڻهن ۾ مستي ۽ وجد طاري ٿيندو آهي. وهم پرست ماڻهو 'جن ڪڍڻ' آسيب کان بچڻ لاءِ سُرندي جي سروز علاج سمجهندا آهن. ان ئي ماحول کان متاثر ٿي در محمد کي به سُرندي وڄائڻ جو شوق پيدا ٿيو. هن سرندي وڄائڻ جي باقاعدي سکيا غلام محمد رند کان ورتي، جيڪو سندس ڳوٺ جي پرسان ڳوٺ آهر ڪجيءَ جو رهاڪو هو. روايت آهي ته درمحمد جڏهن پنهنجي گهر ۾ سرندو وڄائيندو هو ته سندس امڙ تي به وجد طاري ٿي ويندو هو ۽ کانئس فرمائش ڪري سرندو ٻڌي ڪيس دعائون ڏيندي هئي. دُر محمد اسٽيج فنڪارن سان به سُرندو وڄائيندو هو سندس سُرندي جي مشهور ڌُنن تي مشتمل هڪ آڊيو ڪئسٽ به جاري ٿيل آهي، جيڪا ريڊيو پاڪستان تي ڊاڪٽر ڪمال جامڙي متعارف ڪرائي. ڪيترا مشهور سرندائي درمحمد گائنچي جا شاگرد آهن، جن ۾ لعل محمد ۽ رستم گائنچي جا نالا قابلِ ذڪر آهن. در محمد گائنچي جو شمار مشهور سرندي نوازن ۾ ٿيندو هو.

هن ناميارِي سرندي نواز، 18 جنوري 2003ع تي 61 سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي.

**در محمد نوناري، مولانا:** مشهور عالم مولانا در محمد ولد ملا الهڏنو نوناري 1889ع شيرڪوٽ ۾ جائو هو. قرآن شريف جي تعليم شيرڪوٽ جي مسجد مان حاصل ڪئي، ان کان پوءِ پنيرا واهه جي مدرسي ۾ مولانا قائم الدين پنيري وٽ پڙهيو ۽ ڪجهه وقت ٻين مدرسن ۾ به پڙهيو ۽ آخر ۾ دُوره حديث مولانا حماد الله هاليجويءَ وٽ پڙهي 1358هه ۾ فارغ التحصيل ٿيو. تعليم مڪمل ڪرڻ بعد پنهنجي ڳوٺ جي مدرسي 'مدرسه قمر الهديٰ' شيرڪوٽ ۾ ديني تعليم ڏيڻ جو سلسلو شروع ڪيائين ۽ سموري زندگي اتي ئي گذاريائين. در محمد نوناري سٺو حڪيم به هو. هن طبي تعليم حڪيم سيد غلام شاهه لڪويءَ وٽ حاصل ڪئي ۽ شيرڪوٽ ۾ مطب هلائيندو هو. وٽس پري پري کان ماڻهو علاج لاءِ ايندا هئا.

مولانا در محمد فارسي زبان جو ماهر هو ۽ اڪثر فارسيءَ ۾ شعر چوندو هو. فقه، علم اللغت ۽ علم الصرف و نحو تي مختلف رسالا فارسي ۽ سنڌيءَ ۾ تحرير ڪيائين. جيڪي سندس پوين وٽ سندس ڪتبخاني ۾ موجود آهن. جن مان علم الطب جي موضوع تي به اهم تصنيفون 'الفردوس' ۽ 'طب' قلمي صورت ۾ موجود آهن.

مولانا در محمد روحاني بيعت نامور عالم مولانا تاج محمود امروٽيءَ کان ورتي ۽ مرشد جي هدايت تي 'خلافت تحريڪ' ۽ ٻين سامراج مخالف تحريڪن ۾ ڀرپور حصو ورتائين. مولانا پنهنجي علم ۽ لياقتن سبب گهڻو مشهور هو. ڪيس عربي ۽ فارسي علمن ۾ وڏي مهارت هئي، جنهنڪري وٽس سنڌ ۽ بلوچستان جي مختلف علائقن جا طالب العلم تعليم حاصل ڪرڻ ايندا هئا. مولانا کي وفات ڪئي ڪافي عرصو ٿي چڪو آهي.

**دُرِ نجف:** هڪ قسم جو پٿر، جنهن کي انگريزيءَ ۾ Moonstone چيو ويندو آهي. هيءُ پٿر سفيد رنگ جي بلوري چمڪدار شيشي جهڙو ۽ گهڻو ڪري عراق جي شهر نجف ۾ ملي ٿو هن پٿر جي فضيلت ڪيترن ڪتابن ۾ اچي چڪي آهي. اسلامي عقيدي موجب هن پٿر جو رتبو مٿانهون ليکيو وڃي ٿو عراق ۾ هيءُ پٿر وڏي مقدار ۾ لڀي ٿو زمين جي سطح ٿوڙي زمين اندر در نجف موجود آهي. نجف شهر جي بازارن ۾ هن جا به قسم ملن ٿا. هڪ در نجف بري ۽ ٻيو در نجف بحري.



بحري در نجف گهڻو سفيد ۽ براق هوندو آهي، جڏهن ته بري درنجف ۾ چمڪ گهٽ هوندي آهي. روايت آهي ته هڪ ڏينهن، مفضل بن عمر در نجف جي منڊي پائي حضرت امام جعفر صادق عليہ السلام جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ته حضرت امام جعفر صادق عليہ السلام فرمايو ته: "اي مفضل!

هن نگيني (داڻي) کي ڏسڻ سان خوشي حاصل ٿئي ٿي، اکين جي سور ۾ هي پٿر هر مؤمن توڙي مومنياڻيءَ لاءِ مفيد آهي. هن پٿر جو مزاج خوشي پيدا ڪندو آهي. ابو طاهر اهڙيءَ روايت کي جڏهن حضرت امام حسن عسڪري عليہ السلام جي خدمت ۾ پيش ڪيو ته پاڻ اهڙي روايت جي تصديق ڪيائين."

**دُرن جي پير وارو دڙو** (ماڳ): هي دڙو ديهه جلباڻي، تعلقي ميرواهه، ضلعي خيرپورميرس ۾ آهي. اصل ۾ هي ماڳ واري جي ڊرينهن/ دڙي هيٺ آهي. هتي ٺڪرائو ٽڙيو پکڙيو پيو آهي. هن دڙي جي پرسان هڪ قبرستان آهي، جنهن کي درن واري پيرجو مقام چوندا آهن. هوائن لڳڻ سان هي دڙو ڪڏهن ڪڏهن پورجي به ويندو آهي.

**درنگ لڪ**: هي لڪ ڪيرٿر ۽ بدي جبل جي سنگم وٽ موجود آهي، جتي ڪيرٿر جبل جي پڇاڙي ٿيندي آهي. هن لڪ وٽان ئي قافلا مڪران ڏانهن ويندا آهن. سنڌ جي هڪ قومي شاهراهه، جيڪا برهمڻ آباد ۽ هالا ڪان سوسا ويندي هئي، اها واٽ وڙ وڪڙ کائي هن لڪ مان گذرندي هئي. پراڻي زماني ۾ هن لڪ کي وڏي اهميت حاصل هئي. سنڌو ۽ سمير تهذيبن جا واپاري سماجي ۽ تهذيبي ناتا هن لڪ ذريعي ئي قائم هئا. هي لڪ گهڻ اوچو ۽ گهڻ جوکم وارو آهي.

**دروٽ ڊيم** (Darwat Dam): دروٽ ڊيم ضلعي ڄامشوري جي ڳوٺ جهانگيريءَ پرسان باران نئن تي تعمير ٿي رهيو آهي. هن ڊيم جي ايراضي




اٽڪل 70 ڪلوميٽر الهندي حيدرآباد طرف ۽ 135 ڪلوميٽر اتر اوڀر ۾ آهي، جنهن ڪري ڪراچي، حيدرآباد، سپرهاءِ وي ڪان رسائي ممڪن آهي. هن ڊيم جي مرڪزي آفيس ٿٽي ۾ واقع آهي. هن ڊيم جو بنيادي مقصد باران نئن جي ميداني پاڻيءَ کي 50,000 ايڪڙ ايراضيءَ واري زمين جي آباديءَ لاءِ استعمال ڪرڻ آهي. هن ايراضيءَ کي 50,000 ايڪڙن مان 80,000 ايڪڙن تائين جديد ٽيڪنالاجيءَ جي مدد سان وڌائي سگهجي ٿو. حڪومت طرفان هن ڊيم جي پاڻيءَ مان آباد ٿيندڙ زرعي زمين غريب عورتن ۾ ورهائڻ جو منصوبو جوڙيو ويو آهي.

دروٽ ڊيم سيمينٽ ۽ پٿرن سان ناهيو پيو وڃي، جنهن جي بنهي پاسن ڪان جبل آهي. هن بند جي ٽاپ ويڪرائي 9 ميٽر (30 فوٽ) آهي، جڏهن ته اوچائي 43 ميٽر (141 فوٽ) آهي. هن ڊيم ۾ پاڻي جمع ڪرڻ جي گنجائش 147,46 ايم. سي. ايم (119,546 ايڪڙ فوٽ) هوندي. ڊيڊ اسٽوريج 39.82 ايم. سي. ايم (32,283 ايڪڙ فوٽ) ۽ لائيو اسٽوريج 107.64 ايم. سي. ايم (87,264 ايڪڙ فوٽ) رکيو ويندو. هن ڊيم جو مدو 100 سال رٿيو ويو آهي ۽ ان ۾ 5918.05 ڪيوسڪ ٻوڏ جي پاڻيءَ کي جمع ڪرڻ جي صلاحيت هوندي. دروٽ ڊيم نه رڳو زراعت لاءِ فائديمند رهندو پر هن منصوبي مان 450 ميگاواٽ بجلي به پيدا ٿيندي، جنهن سان علائقي ۾ بجليءَ جي فراهمي ممڪن ٿي سگهندي. هن علائقي ۾ ڊرپ ۽ اسپرنڪلر ايريگيشن سسٽم تحت متعارف ڪرايو پيو وڃي، جنهن سان پاڻي به گهٽ مقدار ۾ استعمال ٿيندو ۽ علائقي جي زرعي پيداوار جي به ترقي ٿيندي. هن منصوبي جي تڪميل لاءِ 8,732.128 ملين رکيا ويا آهن.

**دروٽ لڪ**: لکي جبل جي ڏکڻ ۽ بدي جبل جي اولهه وارين ڇاڙهن مان ڦٽي وهندڙ نئن باران ڏکڻ طرف وهي ٿي، جنهن ۾ اوتان وٽ سُڪ نئن هن سان اچي ملي ٿي ۽ ان جڳهه تي نئن اوڀر ڏکڻ طرف وهڻ شروع ڪندي آهي. هتي لکي جبل ختم ۽ سورجاڻي جبل شروع ٿئي ٿو جنهن هنڌ تان سورجاڻو جبل ڪڇهه مڙي ڏکڻ اولهه طرف ٿئي ٿو اتي موجود لڪ کي دروٽ لڪ سڏيو ويندو آهي. هن لڪ جي ڪڇهه ياڳي مان نئن باران وهندي آهي. هن لڪ پرسان هيو به هڪ ننڍڙو لڪ آهي، جنهن کي دائو لڪ سڏيو وڃي ٿو ۽ دائو ۽ دروٽ وٽ ڪڇهه بندن (Dams) تعمير ڪرڻ جو پروگرام رٿيل آهي، پر هن وقت هيءَ رٿا سردخاني جي ور چڙهي وئي آهي.

**دروپدي**: دروپدي، پانچال ديش جي راجا دروپد جي ڌيءَ ۽ پانڊون جي زال هئي. دروپديءَ کي ڪيترن ئي نالن سان سڏيو وڃي ٿو جهڙوڪ: ڪرشن پڳيتاڻي هئڻ ڪري ڪرشنا دروپدي، پانچال ديس سان تعلق رکڻ ڪري پانچالي، ان کان سواءِ سِران ڌري، يجناسيني، پنج ڪنيا، مهاڀارتي وغيره.



دروپديءَ جو پيءُ راجا دروپد، پنهنجي نياڻيءَ جي شادي ارجن پانڊوَ سان ڪرائڻ جو خواهشمند هو، پر جڏهن هن پانڊوَن جي باهه ۾ سڙڻ جو افواهه ٻُڌو ته مايوس ٿي ويو. وري جڏهن ڪيس پانڊون جي زنده هئڻ جو ڳجهو اطلاع مليو ته هن دروپديءَ جو سوئمبر (مڙس چونڊجڻ جي رسم/ مقابلي) جو پڙهو گهمارايو اها ڳالهه پانڊوَن جي ڪنن تائين به پهتي، چو ته راجا دروپد کي يقين هو ته جيڪڏهن پانڊوَ زنده آهن ته اهي سويمور جي رسم ۾ ضرور شامل ٿيندا. ان وقت پانڊوَ روپوش حالت ۾ برهمڻن جي ويس ۾ لڪل هئا، اهي به سويمور ڏسڻ لاءِ پانچال ديس پهتا، جتي سويمور ۾ شامل ٿيڻ لاءِ ڪيترن ملڪن جا راجا مهاراجا آيل هئا. جن ۾ ڌرتراشٽر جا پٽ به شامل هئا. ان سويمَور جي هڪ منڊپ ۾ هڪ مڇيءَ جو عڪس پاڻيءَ تي پئجي رهيو هو ان پاڻيءَ واري عڪس کي ڏسي ڇت تي گهمندڙ مڇيءَ جي اک ۾ تير هڻڻو هو. سويمور موجب جيڪو به تير

هٿي سگهيو ان کي دروپديءَ جو هٿ ڏنو ويندو. ڪيترن سورمن پنهنجي طاقت ۽ هوشياري آزمائي، پر ناڪام ٿيا. آخر ۾ برهمڻ جو ويس پاتل ارجڻ چوڻ لڳو ته جيڪڏهن ڪيس اجازت ڏني وڃي ته هُو اهو ڪم بخوبي سرانجام ڏئي سگهي ٿو. ان تي ڪيس اهو چئي اجازت ڏني وئي ته هتي برهمڻ ۽ ڪتريءَ جي ڪا به تميز نه آهي، جيڪو به سُوروير (بهادر) آهي، اهو پاڻ ميڃائي ڏيکاري. ارجڻ ڌنش تي ڏور چاڙهي، مڇيءَ جي اک ۾ تير هڻي ڪڍيو. جنهن تي منڊپ ۾ موجود سڀ راجا حيرت ۽ حسد ۾ پرجي ويا. ائين اهو سويمور ارجڻ کٽي ورتو.

دروپديءَ کي کٽڻ کان پوءِ پانڊوَن، اها خوشخبري پنهنجي ماءُ ڪنتيءَ کي ٻڌائيندي چيو ته، ”اسان هڪ شيءِ کٽي آهي“. ان تي سندن ماءُ جواب ڏنو ته، ”اها شيءِ اوهان پنجئي ڀائر پاڻ ۾ ونڊي ورڇي کڻو.“ ماءُ جو حڪم پاڙڻ لاءِ انهن پنجن ئي ڀائرن دروپديءَ لاءِ ڏينهن مقرر ڪري، مقرر ڏينهن تي ڪيس پاڻ وٽ رهايو. دروپديءَ کي ان فيصلي تي ڏاڍو ڏُک پهتو، چو ته هن پنجن مڙسن بدران هڪ مڙس وٽ رهڻ چاهيو ٿي. ڪيس شري ڪرشن کي ڪيل پنهنجي پرارٿنا ياد آئي، جنهن موجب سندس مڙس ۾ پنج گڻ هئڻ گهرجن. جيئن ته اهي گڻ پنجن ئي پانڊون ۾ موجود هئا، ان ڪري سندس خواهش موجب اها شادي درست ٿي هئي. پانڊون کي 12 سال بن ۾ ۽ هڪ سال روپوش رهڻ جو حڪم مليل هو جنهن بعد کين راڄ ملڻو هو. ان عرصي دوران دروپدي، هڪ راڻيءَ جي داسي بڻيل رهي، جتي هوءَ اُن راڻيءَ جا وار سنواريندي هئي، پانڊوَن جو وڏو ڀاءُ يُڌشٽر ان ديش جي راڄ جو منتري (وزير) ۽ ڀيم بورچي بڻيو. جڏهن ته نڪل ۽ شهديو راجا جي گهوڙن جي سار سنڀال ڪندا هئا، يعني اُهي ’سئِنس‘ بڻيا، جڏهن ته ارجڻ، راجڪماريءَ کي ناچ سيکاريندو هو.

دروپدي، جنهن راڻيءَ جو سينگار ڪندي هئي، ان جي ڀاءُ ڪشڪ، هڪ ڀيري دروپديءَ تي بُري نظر وڌي ۽ سندس ايمان ڪيو. ڀيم کي اها ڳالهه پسند نه آئي ۽ هن ڪشڪ کي هڪ ڪمري ۾ سڏائي ماري ڇڏيو.

دروپديءَ سان هڪ ٻيو به واقعو پيش آيو. واقعو هن ريت آهي ته جڏهن دروپديءَ جو سويمور ٿيو هو ته ان وقت سنڌ جي راجا جئدرٿ دروپديءَ کي ڏٺو هو ۽ مٿس موهت ٿي پيو هو. هڪ ڀيري جڏهن پانڊوَ



دروپديءَ جي سويموَر جي خيالي تصوير

شڪار تي ويل هئا ته جئدرٿ موقعو ڏسي، دروپديءَ جي جهوپڙيءَ ۾ داخل ٿيو ۽ ڪيس کڻي ويو. پانڊون هن کي اڌ رستي تي وڃي جهليو ۽ اتي سخت مهاڀاري لڙائي لڳي، جنهن ۾ جئدرٿ هارايو ۽ اتان ڀڄي نڪتو. پر ڀيم پڪڙجي پيو. ڪيس ان شرط تي جيئدان ڏنو ويو ته هو ڀين جي سامهون پاڻ کي ذليل ڪري جيئدان گهري. هن جنگ جا وڌيڪ تفصيل ڏيکڻ سبب بيان نه ٿا ڪجن.

مهاڀارت جي جنگ کان پوءِ پانڊوَ هستناپور هليا آيا. هستناپور ۽ اندر پرست تي يڌشٽر حڪمراني ڪئي، جيڪو پانڊون ۾ وڏو هو. دروپديءَ کي راڄ ماتا ۽ پٽ راڻيءَ جو لقب ڏئي راجا يڌشٽر سان گڏ تخت تي ويهاريو ويو.

**درود شريف**: لفظ دُرود فارسي ٻوليءَ جو آهي، صلواة، رحمت، تحسين، آفرين، حمد، ثنا، استغفار، سلام جي معنيٰ ۾ استعمال ٿئي ٿو دُرود جيڪڏهن الله تعاليٰ طرفان آهي ته ان جي معنيٰ رحمت ۽ برڪت ٿيندي. جيڪڏهن ملائڪن طرفان آهي ته ان جو مطلب استغفار ٿيندو. جيڪڏهن مومنن طرفان (خصوصاً نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم تي) هوندو ته اهو دعا ۽ سلام هوندو ۽ جيڪڏهن ٻي ساهواري مخلوق طرفان هوندو ته اهو تسبيح ۽ حمد هوندو. (اردو لغت ج: 9، ص: 158، جامع اللغات ج: 1، ص: 997، جامع سنڌي لغات ج: 2، ص: 889). درود کي عربيءَ ۾ ’صلوات‘ چئبو آهي، جنهن جي معنيٰ رحمت، فضل، مِهر، رضا آهي. لفظ صلواة نماز لاءِ به ڪم ايندو آهي. نماز خود هڪ دعا ۽ عبادت آهي. لفظ صلوٰة جون به معنائون آهن. جڏهن صلوات معنيٰ نماز وٺبي ته اها خالص خدا تعاليٰ جي عبادت ۾ شامل ٿيندي. صلواة جي ٻي معنيٰ درود آهي، يعني رسول الله صلي الله عليه وسلم تي صلواة ۽ سلام.




درود خدا جي ذات، نبي پاڪ صلي الله عليه وسلم تي موڪليو آهي، جنهن جو ثبوت قرآن ڪريم جي آيت: اِنَّ اللّٰهَ وَمَلٰٓئِكَتَهٗ يُصَلُّوْنَ عَلَي النَّبِيِّ ط (الاحزاب: 56) آهي، جنهن جو مطلب آهي ته: ”بنا شڪ جي الله تعاليٰ ۽ ان جا فرشتا نبي پاڪ تي درود پڙهي رهيا آهن.“ نبي پاڪ تي درود جو حڪم ايمان آڻيندڙن کي به ڏنو ويو آهي.

هن آيت جي ٻئي حصي ۾ حڪم آهي ته: ’يا ايها الذين آمنوا صلوا عليه وسلموا تسليما‘ يعني: اي ايمان وارؤ! اوهان به حضور ڪريم صلي الله عليه وسلم جن تي درود پڙهو ۽ ادب ۽ احترام سان کين سلام پيش ڪريو.‘

جڏهن مٿين آيت نازل ٿي ۽ مؤمنن کي درود ۽ سلام پڙهڻ جو حڪم مليو تہ صحابہ ڪرام حضور ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن کي عرض ڪيو تہ يا رسول اللهﷺ! اسان اوهان تي درود ۽ سلام ڪيئن پڙهون؟ پاڻ فرمايائون تہ هن طرح پڙهو: اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلىٰ مُحَمَّدٍ وَّعَلىٰ آلِ مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ عَلىٰ اِبْرَاهِيْمَ وَعَلىٰ آلِ اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْد. اهوئي درود نماز ۾ بہ پڙهبو آهي. هن درود شريف کي 'درودِ ابراهيمي' سڏجي ٿو.

علامہ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رح، درود شريف جي صيغن جي تحقيق ڪئي، جيڪي صحابہ ڪرام، ائمہ ڪرام، تابعين، تبع تابعين ۽ سلف صالحين کان روايت ٿيل آهن، جن جي سَندُ سان نسبت حضور محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم ڏانهن آهي. هن اهڙن 186 درودن جي صيغن تي مشتمل فارسيءَ ۾ هڪ ڪتاب 'ذريعة الوصول الیٰ جناب الرسول' لکيو. صحاح ستہ ۽ ٻين حديثن تي مشتمل ڪتابن ۾ درود شريف ۽ ان جي فضيلت ۽ اهميت تي باب موجود آهن. ان ڪانسواءِ ڪيترن عالمن ۽ بزرگن هر ٻوليءَ ۾ درود ۽ ان جي اهميت ۽ فضيلت تي ڪيترا ڪتاب لکيا آهن.

عالم اسلام سان گڏ سنڌ جي بزرگن بہ درود پاڪ بابت ڪتاب لکيا آهن. سنڌيءَ ۾ درود شريف تي فقير محمد اسماعيل ڪنيار نقشبنديءَ جو 'برڪات الصلواة'، فيض محمد سڪندريءَ جو 'فيضان الصلوٰة' ۽ ٻيا ڪتاب موجود آهن.

اها حقيقت آهي تہ قرآن شريف ڪانپوءِ وڌ ۾ وڌ درود شريف پڙهيو وڃي ٿو. حضور ﷺ جن جو فرمان آهي تہ: "اِن اولي الناس بي يوم القيٰمة اكثرهم علي الصلواة." (يعني: قيامت جي ڏينهن اسان کي اهو شخص سڀ کان وڌيڪ ويجهو هوندو، جنهن اسان تي درود شريف سڀ کان وڌيڪ پڙهيو هوندو.)

**درونج**: هيءَ وڻوءَ جي ٻج وانگر پوري رنگ جي گُرين سان هڪ پاڙ آهي، جيڪا پسارڪي وکر طور ڪم اچي ٿي. حڪيمن چواڻي حواسن ۽ معدي کي طاقت ڏئي ٿي. وبائي دستن، جگر، ٻرهل، سوداءَ، مٿي جي سور، ماليخوليا ۽ خفقان جي بيمارين لاءِ فائديمند آهي. غليظ وائي باديءَ کي تحليل ڪري، هاضمي کي تقويت ڏئي ۽ بک وڌائي ٿي. ان کان سواءِ وڇوءَ جي زهر تي بہ اثر ڪري ٿي.



**دروڻاچاريہ**: دروڻاچاريہ، شري ڪرشن جي دَور جو هڪ وڏو رشي ٿي گذريو آهي. ان دَور ۾ ڌرمي، اخلاقي، جنگي فن ۽ راجنيتيءَ جي لحاظ کان هن جهڙو ڄاڻو ۽ ڪامل شخص ڪو بہ نہ هو. کيس اها ميراث گُرو پرسرام کان ملي هئي. هي ڪورون ۽ پانڊون جو تيراندازيءَ ۾ اُستاد ۽ سندن ڪُل جو راج گُرو هو.

روايت آهي تہ رشي دروڻاچاريہ 9000 ق. م ڌاري 'ڀردواج' نالي هڪ برهمڻ جي گهر ۾ جنم ورتو. ننڍپڻ ۾ پاٺشالا مان ڌرمي تعليم، جنگي فن ۽ ٻيو علم سکيائين. شاگرديءَ واري دَور ۾ سندس ملاقات پانچال جي هڪ شهزادي دروپد سان ٿي، جيڪو بعد ۾ پانچال جو مهاراجا بڻيو. هُو (دروپد) دروپديءَ جو پيءُ هو جيڪا اڳتي هلي پانڊون جي پَتني بڻي هئي.



ننڍپڻ ۾ دروڻاچاريا ۽ راجا دروپد پاڻ ۾ گهاٽا دوست هئا، هڪ ڏينهن راند ڪيڏندي کيس دروپد چيو تہ تون منهنجو تمام سٺو دوست آهين، تنهنڪري آءٌ توکي پنهنجو اڌ راڄ ۽ ڀاڳ ڏيندس. وديا (تعليم ۽ تربيت) جا ڏينهن پورا ٿيڻ کان پوءِ هر ڪو پنهنجي پنهنجي گهر ويو ۽ زندگي گذارڻ لڳو. دروڻاچاريہ جي سڃاڻپ علم ۽ فن ۾ ڪامل شخص طور ٿي، جڏهن تہ دروپد، پانچال ديس جو راجا ٿيو.

دروڻاچاريہ جي ابتدائي زندگي مفلسيءَ ۽ غربت ۾ گذري، تنهنڪري گذرمعاش لاءِ هيڏانهن هوڏانهن گهمندو رهندو هو. دروپد راڄائي سُک ۽ دروڻاچاريہ معاشي تنگدستيءَ جي ڪري هڪٻئي کي وساري ويٺا هئا. آخرڪار هڪ ڏينهن دروڻاچاريہ، دروپد سان ملڻ پانچال ديس ويو، جنهن کيس سڃاڻڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. ان تي دروڻاچاريہ کي ڏاڍو گهڻو افسوس ٿيو. هن کيس پراڻي دوست هئڻ ۽ سندس وچن موجب راڄ ڀاڳ جي اڌ ڏيڻ وارو واعدو ياد ڏياريو. اُن تي دروپد کيس چيو تہ دوستيءَ وارو رشتو هميشہ برادريءَ وارن ۾ ٿئي ٿو. ننڍپڻ جي ڳالهہ ٻي آهي، اُن عمر ۾ اسين پنهنجي زندگيءَ جو فيصلو بہ پاڻ نٿا ڪري سگهون. هاڻي آءٌ راجا ۽ تون هڪ گهٽ حيثيت وارو برهمڻ آهين. ان ڪري اسان ٻنهيءَ جي دوستي نٿي جڳائي، پر ان هوندي بہ آءٌ توکي دان ۾ ڪجهہ ڏئي سگهان ٿو. راجا دروپد جي ان رويي تي دروڻاچاريہ کي تمام گهڻي مايوسي ٿي ۽ ڪانئس بدلي وٺڻ جو سوچڻ لڳو.

هڪ ڏينهن دروڻاچاريہ مفلسيءَ جي زندگيءَ کان تنگ ٿي هستناپور جي راجا ڌرتراشٽر کان گروشالا ۽ وديالہ (علمي درسگاهہ) کولڻ لاءِ مدد حاصل ڪرڻ لاءِ نڪتو هو رستي تي باغ مان پئي گذريو تہ اُتي ننڍڙا ٻارَ راند ڪري رهيا هئا، جيڪي ڪورو ۽ پانڊوَ هئا. اتفاق سان راند ڪندي سندن بال (ڏڪو) کوهہ ۾ ڪِري پيو هو ٻارڙا کوهہ جي چوڌاري پريشان بيٺل هئا. دروڻاچاريہ ٻارن کان ماجرا معلوم ڪئي، ان بعد دروڻاچاريہ سَرجا تِڪا ڪانا ڪٽي، هڪ ڪانو کوهہ ۾ پيل بال ۾ کُپائي، پوءِ هڪٻئي ۾ ڪانَ کُپائيندو ويو، ائين ڪافي ڪانَ ٽُنبي، هڪ لَڙهہ ٺاهي، بال ٻارن کي ڪڍي ڏنائين. ٻارن جي خوشيءَ جي ڪا حد نہ رهي. ٻارن ڊوڙي وڃي اها حقيقت ڀيشم پتامَهہ کي ٻڌائي، جنهن ڀهرئين ڌڪ ۾ سُڃاڻي ورتو تہ اهڙو ماهر شخص صرف دروڻاچاريہ ئي ٿي سگهي ٿو. پوءِ ٻارن کان ڏس پُڇي پُڇي هُو دروڻاچاريہ وٽ آيو ۽ سندس سُٺي خاطرداري

ڪري ڪيس هارن جي گُرو ٿيڻ جي آڇ ڪيائين، اها آڇ دروڻاچاريہ خوشيءَ سان قبول ڪئي. اهڙيءَ ريت دروڻاچاريہ، پانڊوَن ۽ ڪوروَن جو گرو بڻيو. دروڻاچاريہ کي شاگردن مان ارجڻ وڏيڪ ويجهو هو. هوشيار، ذهين ۽ پيارو شاگرد هو.

ڪوروَن ۽ پانڊوَن جي سکيا مڪمل ٿيڻ کان پوءِ ڪين حڪم ڪيائين تہ پانچال جي راجا دروپد کي زنجيرن ۾ ٻڌي، ٻاندي بڻائي سندس آڏو پيش ڪيو وڃي. پهرين تہ ڪوروَ انهيءَ ڪم لاءِ ويا، پر پانچال جي فوج کان شڪست کائي موٽيا، بعد ۾ پنج پائر پانڊوَ سموري فوج تي غالب پئجي ويا ۽ پانچال جي راجا دروپد کي ٻاندي بنائي ارجڻ پنهنجي گروءَ جي اڳيان اچي پيش ڪيو. رشي دروڻاچاريہ ڪيس معاف ڪري سمورو راڄ ڀاڳ ڪيس موٽائي ڏنو. ان تي ويتر راجا دروپد کي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي ۽ هُن رشيءَ کان بدلو وٺڻ جو وچن ڪيو.

ڪوروَ پانڊوَ تڪرار ۾ دروڻاچاريہ راجا وٽ پانڊوَن جو حمايتي رهيو. پر ڳالهہ نہ نبرڻ جي صورت ۾ هي حڪومت جو ملازم هئڻ سبب ڪوروَن جي طرف کان مهاڀارت جي جنگ ۾ ڪوروَن جي فوج جو سپهہ سالار بڻجي وڙهيو. هو وڏو ڄاڻو شخص هو، اُن هوندي بہ پانڊوَ ڪوروَن کان جنگ نٿي کٽي سگهيا. تنهنڪري شري ڪرشن جي چوڻ تي پانڊوَن ڌوهہ ڪيو ۽ راجا دروپد جي پُٽ ڌرشٽڌيمن پيءُ جي بدلي وٺڻ لاءِ رشي دروڻاچاريا جو اُن وقت سِر قلم ڪيو، جنهن وقت رُشي پنهنجي پُٽ اشوٿاما جي مرڻ جو ڪوڙو افواهہ ٻڌي، ڏک وچان ڏيان ۾ ويٺو هو.

رشي دروڻاچاريہ، رشي ڪِرپا چاريہ جي ڀيڻ ڪرپئيءَ سان شادي ڪئي هئي. ڪرپئيءَ کي رشيءَ سان تمام گهڻو پيار هو، جيڪا پڻ هستناپور جي شهزادين جي گروماتا هئي. ان مان ڪيس اشوٿاما نالي پُٽ ڄائو هو، جيڪو پڻ پنهنجي پيءُ وانگر علم ۽ جنگي فن ۾ ماهر هو ۽ ڪوروَن طرفان جنگ ۾ وڙهيو هو.

**دروهر راءِ** (تاريخي ڪردار): فتحنامہ سنڌ عرف چچ نامہ ۾ ڄاڻايل آهي تہ دروهر راءِ، ڪيرج جو راجا هو. راجا ڏاهر جي مارجي وڃڻ ڪانپوءِ ان جي پٽ جئسينہ بچيل لشڪر سميت ڪيرج جي حاڪم راجا دروهر راءِ وٽ وڃي پناهہ ورتي. راجا دروهر راءِ، جئسينہ جو شاندار استقبال ڪيو ۽ وعدو ڪيائين تہ اسلامي لشڪر خلاف سندس مدد ڪندو. دروهر راءِ هر ڇهين مهيني هڪ ڏينهن عيش عشرت، شراب ۽ شباب جي محفل ڪرائيندو هو، جنهن ۾ ڪنهن بہ مرد کي اچڻ جي اجازت نہ هئي. راجا دروهر راءِ انهيءَ محفل ۾ ڏاهر جي پُٽ راجا جئسينہ کي اچڻ جي دعوت ڏني. جئسينہ سندس چوڻ تي محفل ۾ شريڪ ٿيو پر شراب ۽ عيش عشرت کان پاسو ڪيائين. راجا دروهر راءِ جي زور پرڻ تي جواب ڏنائين تہ، ”اسين بنيادي راهب آهيون، تنهنڪري نا محرم عورتن ۽ شراب کان پاسو ڪندا آهيون.“ ان تي دروهر راءِ سندس حيا جي تعريف ڪئي. اُن محفل ۾ راجا دروهر راءِ جي ڀيڻ چڱي بہ موجود هئي، جيڪا دل ئي دل ۾ جئسينہ تي عاشق ٿي پئي ۽ محفل ختم ٿيڻ ڪانپوءِ جئسينہ جي خلوت گاهہ ۾ وڃي پهتي ۽ پاڻ کي جئسينہ کي ارپڻ گهريائين، پر جئسينہ ڪيس نااُميد ڪيو. جنهن بعد دروهر راءِ جي ڀيڻ انتقام وٺڻ جو قسم ڪنيو. هڪ ڏينهن دروهر راءِ کي چيائين تہ سندس مهمان منهنجيءَ عزت ۾ هٿ وڌا آهن، اُن کان بدلو وٺ. راجا دروهر راءِ محل ۾ ٻن جلادن ڪپير پدر ۽ پهئو کي گهرائي چيو تہ هو اڄ منجهند جو جئسينہ جي مهماني ڪندو. اوهان تيار رهجو جڏهن آءٌ اشارو ڏيان تہ هڪدم جئسينہ کي قتل ڪري ڇڏجو ان ڳالهہ جي خبر جڏهن دروهر راءِ جي خاص ماڻهن کي پئي تہ انهن ۾ هڪ راجا ڏاهر جو وفادار بہ هو. جنهن سچو قصو وڃي جئسينہ کي ٻڌايو. جئسينہ پنهنجي سپاهين مان ٻن ٺڪرن تورسينہ ۽ سورسينہ کي پاڻ سان گڏ دروهر راءِ وٽ وٺي هليو ۽ کين چيائين تہ جڏهن اسين ماني کائڻ بعد شطرنج کيڏون تہ چپ چاپ اچي دروهر راءِ جي مٿان ٻيهجو تہ جيئن هو ڪا لچائي نہ ڪري سگهي. راجا دروهر راءِ اهو حڪم تہ ڏنو ئي نہ هو تہ جئسينہ سان گڏ ٻيو ڪو اندر نہ اچي، ان ڪري جئسينہ ٻنهي ٺڪرن کي گڏ اندر وٺي ويو. ماني کائڻ ڪانپوءِ شطرنج کيڏڻ دوران جيئن ئي راجا دروهر راءِ پنهنجن ماڻهن کي اشاري ڏيڻ لاءِ ڪنڌ مٿي ڪنيو تہ جئسينہ جا ٻہ سپاهي پنهنجي مٿان بيٺل ڏسي ڏاڍو پشيمان ٿيو. ان دعوت کان پوءِ جئسينہ ساڳئي ڏينهن لشڪر سميت اتان نڪري ڪشمير هليو ويو.

**درويش آلو**: درويش آلوءَ بابت تحفتہ الڪرام جو ليکڪ مير علي شير قانع ٺٽويءَ لکي ٿو تہ: ”درويش آلو هڪ مجذوب ۽ عارف باالله هو. هو اصل هندستان جو رهاڪو هو، پر سنڌ ۾ اچي نڪتو. هي ماٿ ڪريو پيو گهٽين ۾ گهمندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ڪو اهڙو حرف چوندو هو، جيڪو سمجهہ ۾ ايندو هو. درويش آلو جهنگ ۾ وڃي ڪاٺيون ڪندو هو ۽ ڪاٺين ۽ ڪانن جون ڀريون آڻي ضرورتمند ماڻهن کي ڏيندو هو. ڪيس ڪشف ۽ ڪرامت جو صاحب سمجهيو ويندو هو.“ سندس مزار ساڳري درياهہ جي ڪناري تي ضلعي ٺٽي ۾ آهي. هن درويش جي ولادت ۽ وفات جي سنن بابت ڪا بہ خبر نہ آهي.

**درويش اسحاق**: درويش اسحاق ڏهين صدي هجري/ سورهين صدي عيسويءَ جو ٺٽي جو نامور سخي ۽ خدا جي خاص بندو ٿي گذريو آهي. تحفتہ الطاهرين ۾ شيخ محمداعظم ڄاڻائي ٿو تہ: درويش اسحاق، حال ۽ ڪرامت جو صاحب هو. وٽس جيڪي ڪجهہ بہ هوندو هو، سو الله جي نالي ڏيڻ ۾ دير نہ ڪندو هو. ايتري قدر جو پنهنجو ڪاڏو پيتو ۽ مال غريبن ۽ مسڪينن ۾ ورهائي ڇڏيندو هو، پر ڪڏهن بہ پنهنجي در تان ڪنهن ضرورتمند کي خالي واپس نہ موڪليندو هو. هن سخاوت ۾ پنهنجو نالو ڪڍيو. اڪثر روزا رکندو هو ۽ رات جو عبادت ڪندو هو. درويش اسحاق فجر نماز وقت سجدي ۾ وفات ڪئي. سندس مزار مڪليءَ جي ٽڪري تي آهي.

**درويش الياس**: درويش الياس خواجہ محمد زمان لنواريءَ واري جو مريد هو ۽ ان جي وفات کان پوءِ هي خواجہ گل محمد ۽ خواجہ محمد زمان ثانيءَ جي صحبت ۾ رهيو. آخري عمر ۾ جسماني طور صفا ڪمزور ٿي ويو ۽ اکين جي روشنائي بہ گهٽ ٿي وئي هئس. درويش الياس جي شخصيت رعبدار هوندي هئي، درويش جي سامهون ڪو بہ شخص گفتگو ڪري نہ سگهندو هو. حڪيم مير نور علي لکويءَ لکيو آهي تہ: ”هڪ ڏينهن خواجہ محمد زمان ثاني درويش الياس کي ڏسي ٽي دفعا سبحان الله چيو. مون پڇيو سائين هيءَ ڪهڙي ماجرا آهي تہ خواجہ محمد زمان ثانيءَ فرمايو تہ:

هن جي تعريف خدا جي مرضي موجب ٿئي پئي، آءٌ بيوس آهيان:

كرامتها ست اندر پرده غيب،

نگ كن تا كرار يزند درجيب.

درويش الياس جي وفات 1232هه/ 1816ع ڌاري ٿي. سندس مقبرو پليجن جي قبرستان، ضلعي ٺٽي ۾ اتر طرف آهي.

**درويش بابو سنڌي:** درويش بابو سنڌيءَ جو تعلق 'برهانپور' شهر سان آهي. تذكره 'گلزار ابرار' جو مصنف لکي ٿو ته: "درويش بابو، برهانپور جي سنڌي محلي ۾ هڪ هجري ۾ عبادت ڪندو هو. اتفاق سان ان حجري جي ڀر پاسن کان ديوار ڊٺي پئي. درويش ارادو ڪيو ته ان جي مرمت ڪرائي وڃي، ان لاءِ هن استخارو ڪڍيو، جنهن ۾ هي شعر لکجي آيو:

گلخن ست از جملهء دنياءُ دون، قسر تو چندست ازين گلخن كنون،

قصر تو گر خلد جنت آمدست، با اجل زندان محنت آمدست،

گر نبودي مرگ رابر خلق دست، لائق افتادي درون منزل نشت.

شعرن جو مطلب هن ريت آهي ته ڪهڙو توکي هن دنيا ۾ هميشه لاءِ رهڻو آهي، جيڪا دنيا مٽيءَ سان ٺهي آهي، ڪهڙيون ويهي ماڙيون اڏائيندين، جڏهن ته توکي بهشت ۾ ماڙي ملڻ واري آهي. جيڪڏهن موت نه هجي ها ته پوءِ هن دنيا ۾ ماڙي ٺاهي ويهڻ ٺيڪ هجي ها.

تنهن بعد هن بزرگ ديوار ٺاهڻ کان انڪار ڪيو. اهو واقعو 1003هه ڌاري جو آهي. هي بزرگ اُن حجري ۾ ئي 1015هه ڌاري وفات ڪري ويو.

**درويش پرکيي لنگ جو مکان:** هي اسلامي دؤر جو يادگار آهي، جيڪو مڪليءَ ۾ واقع آهي. درويش پرکيي لنگ جو مکان، مکليءَ جي دامن ۾ هو. جتي نغارا وڄائيندو هو. درويش پرکيو لنگ اصل ۾ مشهور رازو هو جنهن قبرستان جون ڪافي قبرون جوڙيون هيون. هو وڏا وڏا منارا ۽ قبا ٺاهيندو هو ۽ رات جو انهن تي ڏيئا ٻاريندو هو. اهي ڏيئا ڏسي ساموندي جهاز بندرن تي لنگر انداز ٿيندا هئا ۽ جهازران سندن اڳيان نذرانا رکندا هئا.

**درويش پنيو ناريجو:** 'مخدوم نوح سرورؒ جا سهيوڳي' ڪتاب ۾ پروفيسر محبوب علي چنا سيوهاڻي لکي ٿو ته: درويش پنيو ناريجو دشت ٻاران جو ممتاز ولي ۽ ڪامل بزرگ ٿي گذريو آهي. هن جون ڪيتريون ڪرامتون مشهور آهن. هن بزرگ جو وصال 900 هه/ 1494ع ۾ ٿيو. درويش پنيي ناريجي جو مقبرو 'ريڻ' ندي جي ڪناري ڳوٺ 'ريده' ۾ آهي.

**درويش حاجي عبداللطيف شاهه قادري:** هيءُ درويش ۽ بزرگ حضرت شاهه فقير الله علويءَ جو دوست ۽ همعصر هو. روايت آهي ته جڏهن شاهه فقير الله علوي شڪارپور ۾ سڪونت پذير ٿيو، تڏهن شهر جي ٻاهران لکي در جي ڏکڻ ۾ هڪ خانقاه جو بنياد رکيائين ۽ ان سان گڏ هڪ مسجد به جوڙايائين. جيڪا پوءِ اڳتي هلي حاجي فقير الله علويءَ جي لکيدر واري مسجد مشهور ٿي. شهر ۾ قيام ڪانپوءِ حاجي فقير الله جي مرضي هئي ته ڪيس وفات بعد ان مسجد ۾ دفن ڪيو وڃي. سندس هڪ پيارو ۽ هم مشرب دوست حاجي عبداللطيف شاهه قادري وٽس مهمان اچي ٿيو ۽ بيمار ٿي گذاري ويو. حاجي فقير الله شاهه علويءَ پنهنجي وصيت ڪيل جاءِ تي پنهنجي دوست کي دفن ڪرايو. حاجي لطيف شاهه نهايت نيڪ، زاهد، عابد، ذاڪر ۽ فيض جي کاڻ هو. حاجي لطيف شاهه جي نالي سان شڪارپور ۾ هڪ ڪالوني ۽ مسجد به مشهور آهي.

**درويش دائود**[1]: مشهور بزرگ دائود درويش، سنڌوءَ جي الهندي شاخ بگهاڙ واهه جي ساڄي ڪپ تي ٺٽي کان ٽي ميل ڏکڻ ڪلان ڪوٽ ۾ رهندو هو. پاڻ وڏو بزرگ هو. سندس ڪيترائي مريد هوندا هئا. هو هميشه دنياداريءَ جي معاملن کان پري پنهنجي مستيءَ ۾ رهندو هو. ڪلان ڪوٽ پرسان هڪ پاڻيءَ جو تلاءُ هوندو هو، جيڪو انهيءَ درويش جي نالي سان سڏبو هو. روايت آهي ته انهي تلاءَ ۾ هو پنهنجي دوستن ۽ مريدن سان راند ڪندو هو. هڪڙو پاڻي ۾ پڄندو هو ته ٻيا ان کي تري جهلندا هئا. اها به روايت آهي ته فقير جنهن کي جهليندو هو، ان کي پاڻي ۾ ٽيهون ڏياري ٻوڙيندو هو ۽ اهو ماڻهو معرفت ۽ حقيقت وارو ٿي ويندو هو.

هي بزرگ سيد مراد شاهه شيرازيءَ جو همعصر هو. ڪيس وفات بعد ان تلاءَ پرسان دفن ڪيو ويو. مقامي ماڻهو مزار جي سار سنڀال لهن ٿا. برسات جي موسم ۾ سندس مزار تي ميلو لڳندو آهي.

**درويش دائود**[2]: اگهمر ڪوٽ جو درويش دائود ڪامل ولي ۽ پرهيزگار هو 'تحفة الڪرام' ۾ مير علي شير قانع ٺٽوي ڄاڻائي ٿو ته، درويش دائود، ناليواري بزرگ مخدوم اسماعيل جو همعصر هو. هن هڪ مدرسو ٺهرايو جنهن ۾ تعليم ڏيندو هو. مدرسي ۾ روزانو اٽڪل 500 ماڻهو قرآن پاڪ جي تعليم حاصل ڪندا هئا. جن جي خوراڪ ۽ پوشاڪ جو انتظام درويش دائود خود ڪندو هو. ميرزا باقي بيگ ترخان بخيل هجڻ باوجود سندس احترام ڪندو هو ۽ ڪيس هڪ جاگير به عطا ڪيائين. هيڏو سڀ ڪجهه هئڻ باوجود پاڻ هميشه جَوَن جي ماني ۽ لوڻ سان افطار ڪندو هو ۽ پنهنجي زمينن جي پيدائش مسڪينن ۽ محتاجن تي خرچ ڪندو هو. اگهمر ڪوٽ ۾ رهندڙ درويش دائود، ميرزا جاني بيگ ترخان جي دؤر ۾ ٿي 1008هه/ 1599ع ۾ وفات ڪئي.

**درويش راڄو ستيو دل:** درويش راڄو ستيو دل، سمن ۽ ارغونن جي دؤر جو نامور شاعر ۽ قاضي قاضن جو همعصر هو. هي درويش، راڻي ڳوٺ جو هڪ مجذوب مطلق ۽ واصل باالله شخص هو. نامور محقق پير حسام الدين راشدي 'ڳالهيون ڳوٺن وٽن جون' ۾ لکي ٿو ته، "سندس زبان ڪپيندڙ ترار هئي، جيڪي چوندو هو، سو ٿيندو هو. ڪيس جڏهن ڪو معاملو پيش ايندو هو، ان وقت اُٿي بيهي، ڏاڍي سُر سوز سان ڪو سنڌي بيت پڙهندو هو."

مير علي شير قانع ٺٽويءَ هن بزرگ جي وفات جو سال 977هه 1569ع ڄاڻايو آهي، جنهن مان ظاهر آهي ته هي بزرگ به ڏهين صديءَ جو ۽ سندس تعلق قاضي قاضن جي دؤر سان آهي. سندس شعر ايترو ته وڻندڙ ۽ روح کي راحت ڏيندڙ هو جو نه فقط سالڪن جي زبان تي هوندو هو پر مجذوبن جي زبان مان بي اختيار اچي ويندو.

**درويش زڪريا:** 'مخدوم نوح سرورؒ جا سهيوڳي' ڪتاب ۾ پروفيسر محبوب علي چنا سيوهاڻي لکيو آهي ته درويش زڪريا مخدوم محمد اسحاق جو پائيتو ۽ راهه هدايت جو مالڪ ۽ خدا رسيدو بزرگ ٿي گذريو آهي.

**درويش سلطان ابراهيم شاهه:** هيءُ خدا رسيده بزرگ شڪارپور جو رهاڪو هو. هن بزرگ جي چوڻ تي دائود پوٽن شڪارپور جو بنياد رکيو هو. لکيءَ جا مهر سندس مريد هئا ۽ دائودپوٽا به سندس ڪافي احترام ڪندا هئا. روايت آهي ته جڏهن مهرن ۽ دائود پوٽن جي وچ ۾ جنگ لڳي ته

هن بزرگ درويش پنهنجي قبيلن ۾ ٺاهه ڪرائڻ گهريو، پر مهرن نه مڃيو. جنهن ڪان پوءِ هن پنهنجي ڌرين ۾ لڙائي لڳي، جيڪا ڏائودپوٽن کٽي. مهرن جي شڪست ڪان پوءِ هن درويش هڪ مقام تي بيهي فرمايو ته: ”هتي هڪ شهر آباد ٿيڻ کپي، جنهن کي شڪارپور جي نالي سان سڏجي.“ اهڙي طرح پير سلطان ابراهيم شاهه جي دعائن سان شڪارپور شهر جو بنياد رکيو ويو. ڪئپٽن گولڊ سمڊ پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته: ”مهرن جي شڪست کانپوءِ پير سلطان ابراهيم شاهه وفات ڪري ويو. سندس هڪ مريد خواب ۾ ڏٺو ته پير صاحب هڪ کوهه مان رسي ۽ ڏول کانسواءِ پاڻي ڪڍي رهيو آهي. پوءِ مريدن کي اشارو ڪندي چيائين ته ”مان ۽ منهنجو دوست خضر عليه السلام هن جاءِ تي هڪ شهر شڪارپور جي نالي سان آباد ڪرڻ گهرون ٿا. جيڪو اڳتي هلي هڪ وڏو شهر بڻجي ويندو. داﺋودپوٽن ان خواب کي عملي جامو پهرايو“ سلطان ابراهيم شاهه جي مزار لکيءَ جي پرسان وزيرآباد ڳوٺ ۾ آهي.

**درويش سليمان:** هيءُ بزرگ سمن جي دور ۾ ٿي گذريو آهي. مخدوم اسماعيل ۽ ميان همونءَ جو همعصر ۽ مشهور بزرگ هو. هن اگهاماڻيءَ ۾ پنهنجو مدرسو کولي درس تدريس جو ڪم شروع ڪيو. وٽس ان مدرسي ۾ ڪافي شاگرد رهندا هئا. هي بزرگ پنهنجي دور جي مشائخن ۾ مشهور هو ۽ ارغون دور تائين حيات رهيو.

**درويش شاهه:** تحفة الطاهرين ۾ شيخ محمد اعظم ٺٽوي لکي ٿو ته: ”شاهه درويش وڏو بزرگ پرهيزگار، صاحب ڪرامت ۽ ولي هو. هي اصل ۾ هندستان مان لڏي اچي ٺٽي شهر ۾ رهائش پذير ٿيو. مڪليءَ تي جنهن هنڌ دفن ٿيل آهي. اتي هميشه وينو خدا جي عبادت ۽ ذڪر ڪندو هو. جڏهن به ڪو سوالي ايندو هو ته ترت جواب ڏيندو هو. سندس ڪرامتون گهڻيون مشهور آهن. معرفت ۽ يقين جو صاحب هو. هي ڏهين صدي هجريءَ/ سورهين صدي عيسويءَ ۾ ٺٽي ۾ آيو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين.“

**درويش صدر اوٺو:** 'تحفة الڪرام' ۾ مير علي شير قانع ٺٽوي چاڻائي ٿو ته: ”ولهار ۾ درويش صدر ابن ڪبير اوٺو سنڌ جو وڏو مشائخ ۽ ولي هو. سندس جسم تي وار نه هئا. سڄي عمر ڪنوارو رهيو. هي درويش 12هين صدي هجريءَ/ ارڙهين صدي عيسويءَ جو چيو وڃي ٿو.

**درويش علي** (خطاط): ٺٽي جو رهاڪو درويش علي انهن مشهور خطاطن مان آهي، جن پنهنجي خطاطيءَ جي فن کي ٺٽي شهر ۾ جاري رکيو. هي ٺٽي جو پهريون خطاط هو جنهن سڀ کان اڳ نستعليق خط ۾ قرآن شريف جون آيتون لکيون. سندس لکت 1111هه/ 1699ع جي ملي ٿي. مير علي شير قانع ٺٽويءَ جي بيان مطابق درويش علي ۽ علي بيگ ٻئي خطاطيءَ جي فن ۾ وڏا ماهر هئا.

**درويش عيسيٰ دشتي:** 'تذڪره مشاهير سنڌ' ۾ مولانا دين محمد وفائي چاڻائي ٿو ته: درويش عيسيٰ دشتي خواجه محمد زمان لنواريءَ واري جو مريد ۽ صاحب معرفت خليفو هو. شروع ۾ اٺ چاريندو هو ۽ پنهنجي مرشد جي خدمت ڪندو رهندو هو. هڪ ڏينهن مٿس اهڙي حالت طاري ٿي، جو اٺ الائي ڪيڏانهن ويندا رهيا ۽ هي هڪ وڻ هيٺ استغراق جي حالت ۾ وينو رهيو. اها ڪيفيت مٿس وڏو عرصو جاري رهي. ان ڪيفيت مان نڪرڻ کان پوءِ هن خواجه گل محمد ۽ مخدوم عبدالرحيم گرهوڙيءَ سان ملاقاتون ڪيون. خواجه محمد زمان ثانيءَ جي صحبت ۾ ڪافي عرصو رهيو. سيد مير نور علي لکنوي به درويش عيسيٰ جي تعريف ڪندو هو. هن بزرگ سفر جي حالت ۾ 1243هه/ 1827ع ۾ وفات ڪئي ۽ اتي ئي مدفون ٿيو. ان کان پوءِ فقير سڏا توري سندس مڙهه کي کڻائي اچي لنواريءَ ۾ دفن ڪرايو.

**درويش قطب:** درويش قطب، مخدوم نوح ؒ جو خاص مريد هو. سندس حالت هميشه استغراق واري هوندي هئي. روايت آهي ته هڪ ڀيري درويش قطب بوبڪ شهر ۾ آيو. هڪ طالب علم کانئس پڇيو ته ڪنهن جو مريد آهين؟ ان تي هن جواب ڏنو ته: ”آءُ خدا جو مريد آهيان.“ ان تي طالب علم کي گهڻي ڪاوڙ لڳي ۽ ڪيس مخدوم جعفر بوبڪائيءَ وٽ سزا ڏيارڻ لاءِ وٺي آيو. پر درويش قطب، جعفر بوبڪائيءَ وٽ اهڙا ته دليل پيش ڪيا، جو اتي موجود وڏا وڏا عالم به حيران ٿي ويا.

آخر ۾ ٻڌايائين ته: ”آءُ مخدوم نوح هالائيءَ جو مريد آهيان.“ مخدوم جعفر بوبڪائيءَ سندس علمي قابليت مان نهايت ئي متاثر ٿيو. جنهن بعد جعفر بوبڪائي، درويش قطب جو گهڻو ادب ڪندو هو ۽ کيس چاهيندو به گهڻو هو. درويش قطب جون سوين ڪرامتون سنڌ جي قلمي ڪتابن ۽ بياضن ۾ موجود آهن 'تحفة الڪرام'، 'دليل الذاڪرين' ۽ 'تذڪرهٔ مشاهير سنڌ' ۾ سندس ڪرامتون چاڻايل آهن. درويش قطب 960هه/1553ع واري ڏاڪي ۾ وفات ڪئي. اهو دؤر ترخان گهراڻي جي حڪومت جو دؤر هو.

**درويش مريد بلوچ:** 'تذڪره مشاهير سنڌ' ۾ مولانا دين محمد وفائي چاڻائي ٿو ته: درويش مريد بلوچ، مخدوم نوح جي مريدن مان صاحب ڪمال بزرگ ٿي گذريو آهي. هن درويش جون ڪرامتون مشهور آهن. هن جي زبان تي هميشه 'لااله الاالله' جو ڪلمو جاري رهندو هو ۽ ڪڏهن به ذڪر کان فارغ نه رهندو هو. ٺٽيءَ ٺڏيءَ وڏي آواز سان ذڪر پيو ڪندو هو. هي درويش يارهين صدي هجري / سترهين صدي عيسويءَ جو نامور بزرگ ٿي گذريو آهي.

**درويش نائچ:** تعلقي ميرپور ماٿيلي جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

درويش نائچ، ڪوڙو مهر، محمد حيدراڻي، ڪالو حيدراڻي/ گولو. ڪرم حيدراڻي، دوست محمد حيدراڻي، يار محمد نائچ، نصير ڪوڪر، جمعو وسير، الهرکيو سيال، حاجي در محمد حيدراڻي، سونو حيدراڻي، حاجي خان حيدراڻي، امير بخش حيدراڻي، حيدر نائچ، خوشحال وسير، عالم نائچ ۽ رمضان حيدراڻي.


درويشي ڪلام
خوشيرام نيڻداس خوشحالاڻي

**درويشي ڪلام** (ڪتاب): هن ڪتاب ۾ هند ۽ سنڌ جي عاشقن ۽ عارفن، ساڌن ۽ سنتن، فقيرن ۽ درويشن، ڀڳتن ۽ صوفين جو چونڊ ڪلام ڏنو ويو آهي، جنهن ۾ 55 ڀڄن، راڳ ۽ ڪافيون آهن. هيءُ ڪتاب خوشيرام نيڻداس خوشحالاڻيءَ مرتب ڪيو آهي. ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1941ع ۾ امر (اليڪٽرڪ) پرنٽنگ ورڪس،

چوڙڪي لين، شاهي بازار، حيدرآباد سنڌ مان ڪوڙيمل سنڌي ساهتيہ منڊل، ڪاهي روڊ، حيدرآباد، سنڌ مان ڇپائي پڌرو ڪيو. هي ڪتاب ڪرائون سائيز جي 77 صفحن تي مشتمل آهي.

**درهاڻ:** تعلقي ڄام نواز علي، ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهہ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

مگسين جو ڳوٺ، ماڇڪ مگسي، مير محمد مگسي، ڦل ڳاهو، ٻچل ڳاهو، راوت خان مگسي، ديوان سرو مل، ديوان گلاب راڻي، امام بخش مگسي ۽ ديوان لالچند.

**درهم الصرة في وضع اليدين تحت السُرة** (رسالو): سنڌ جي ناميارې عالم مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رح هي رسالو حنفي مسلڪ جي تائيد ۾ 1137هہ/ 1724ع ۾ لکيو. هيءُ رسالو مخدوم محمد حيات سنڌي مدنيءَ جي رسالي رد ۾ لکيل آهي، جنهن ۾ فقه حنفيءَ جي ابتڙ امام شافعيءَ جي دليل موجب نماز ۾ مردن کي بہ عورتن وانگر سيني تي مٿي هٿ ٻڌي نماز پڙهڻ جي جواز ۾ فتويٰ ڏني هئي ۽ اها تحرير 'فتح القدير' جي حاشيي تي لکي هئي. ان جي جواب ۾ مخدوم محمد هاشم نماز جي هن اهم مسئلي تي هي تحقيقي رسالو لکيو. هن رسالي کي مقدمي، پنجن فصلن ۽ خاتمي جي بابن ۾ ورهايو ويو آهي. ان ڪان سواءِ نماز ۾ مردن لاءِ دن ڪان هيٺ هٿ ٻڌڻ بابت حنفي مسلڪ جي تائيد ۾ پرپور علمي بحث ڪيو ويو آهي ۽ هن مسئلي بابت چئني امامن جو مسلڪ، نقلي ۽ عقلي دليل پيش ڪري، سوالن جا جواب ڏنا ويا آهن ۽ حنفي مسلڪ جي تائيد ۾ رسالي کي مڪمل ڪيو ويو آهي. 24 صفحن تي مشتمل هي رسالو پير جهنڊي جي ڪتبخاني، نيو سعيدآباد، درسگاهہ چوٽياريون ۽ سرهندي ڪتبخاني ٽنڊي سائينداد ۾ قلمي نسخي جي صورت ۾ موجود آهي.

**دري** (Dari: ٻولي): هيءَ افغانستان ۾ ڳالهائي ويندڙ ٻولي آهي، جيڪا هند- يورپي، هند- ايراني، هند- آريائي- ٻولين جي خاندان مان آهي. هيءَ ٻولي ڪابل ۽ ان جي اتر- اولهندي پاسي ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. هن ٻوليءَ

| ا | ب | پ | ت | ث | ج | چ | ح | خ | د | ذ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| الف | بي | پي | تي | ث | جي | چي | حي | خي | دال | ذال |
| alif | bay | pay | tay | sthay | geem | chay | hay | khay | dal | zal |
| - | b | p | t | sth | g | ch | h | kh | d | z |
| [ʔ, ɔ, æ, Ø] | [b] | [p] | [t] | [s] | [ʤ] | [ʧ] | [h, Ø] | [x] | [d] | [z] |

| ر | ز | ژ | س | ش | ص | ض | ط | ظ | ع | غ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| رې | زې | ژې | سين | شين | صاد | ضاد | طا | ظا | عين | غين |
| ray | zay | zhjay | seen | sheen | suwat | duwat | toy | zoy | eine | gheine |
| r | z | zhj | s | sh | s | d | t | z | ei | gh |
| [r] | [z] | [ʒ] | [s] | [ʃ] | [s] | [z] | [t] | [z] | [ʔ, Ø] | [ɣ, q, ɢ, x] |

| ف | ق | ڪ | گ | ل | م | ن | و | ه | ي |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| فې | قاف | ڪاف | گاف | لام | ميم | نون | واو | هي | ى |
| fay | qhof | cawf | gawf | laum | meem | noon | wow | hay-du-chesma | eeyaw |
| f | q | c | g | l | m | n | w | h | y |
| [f] | [q, ɢ] | [k] | [g] | [l] | [m] | [n] | [v, u, o, ow] | [h, Ø, ɛ, æ] | [j, i, e] |

ڳالهائيندڙن جي آباديءَ جو تناسب 60 سيڪڙو آهي. افغانستان ۾ هن کي رابطي جي زبان جي حيثيت حاصل آهي. هيءَ تاريخي طور پراڻي ٻولي آهي. تاريخدان هن کي ساسانين جي درٻار جي زبان چون ٿا. 'دري' جي معنيٰ پڻ درٻار آهي. لسانياتي ماهر هن ٻوليءَ کي وچئين ڪلاسيڪي دؤر جي پارسي ٻولي ڪري لکن ٿا. 226 ق. م ۾ هيءَ فارسيءَ ۾ ضم ٿي. هن جو واسطو پهرين آرڪمنيز خاندان سان هو. جنهن تي بعد ۾ يوناني حاڪم ٿيا. ان ڪانپوءِ ستين يا اٺين عيسوي صديءَ ڌاري مسلمانن فارسيءَ جي هڪ هٽي ٿوري عربيءَ کي نافذ ڪيو پر هن ٻوليءَ وارن پنهنجي ٻوليءَ کي زنده رکيو. دري اڄ بہ افغانستان ۾ رائج ٻولي آهي.

جيتوڻيڪ دريءَ ۾ عربيءَ جو لفظي ذخيرو مليو جليو ويو آهي، پر پوءِ بہ هيءَ ٻولي پنهنجي حيثيت کي نمايان رکيو اچي. هن جي قدامت ان مان بہ معلوم ٿئي ٿي تہ هن جون لکتون 1951ع ۾ کوٽائيءَ دوران سرخ ڪوتل (Surkh Kotal) نالي ماڳ مان مليون آهن. هونئن تہ ايران ۾ واهپي جي ٻوليءَ کي بہ فارسي سڏيو وڃي ٿو پر دري خالص فارسي آهي، جنهن جو گرامر ۽ تحريري بناوٽون ايران جي فارسيءَ کان الڳ آهن. هن وقت افغانستان اندر سياسي ڇڪتاڻ ۽ طالبانائيزيشن وڌڻ، خاص طور روزگار جي اڻهوند سبب هيءَ ٻولي ڳالهائيندڙ مختلف ملڪن ڏانهن نقل مڪاني ڪري رهيا آهن. خيبر پختونخوا، سنڌ جي گاديءَ جي هنڌ ڪراچيءَ سميت آسٽريليا، يورپ ۽ ٻين ملڪن ۾ هيءَ ٻولي ڳالهائيندڙ غيرقانوني طور وڏي تعداد ۾ آباد آهن. هن ٻوليءَ بابت 'يادگار زيرين' نالي ڪتاب ۾ ڪافي معلومات ڏنل آهي. هيءَ ٻولي هيئنئر عربي رسم الخط ۾ لکي وڃي ٿي.

**دريا پنٿي:** پاٽي جيئن تہ هر هنڌ، هر صورت ۽ مقدار ۾ زندگيءَ جي علامت رهيو آهي، ساهوارن توڙي ثقافتن جي صحت ۽ سگهہ لاءِ شاهہ شريان سمجهيو وڃي ٿو. هندو ڌرم جي تاريخ جي وچئين دور (Medieval Period) جي هڪ پنٿ ۾ 'دريا پنٿ' سنڌو درياهہ جي جيتري عظمت ۽ اهميت موجود آهي، ان جو مثال دنيا ۾ نٿو ملي. Sarvarkar (سروَرڪار) جو هي جملو 'No Hindu without Sindhu' وڏو معنيٰ خيز آهي. سنڌ، سنڌو تهذيب ۽ قديم سنڌو سلطنت ۾ پاڻيءَ کي اوليت ۽ اهميت حاصل رهي آهي. ان ڪري دريا پنٿي فرقي يا مت وارا انهيءَ صديون پراڻي عظمت جي تجديد ڪن ٿا.

سرجان مارشل پنهنجي جڳ مشهور تحقيق 'Mohen jo Daro and Indus Civilization' ۾ سنڌو تهذيب جي قديم ماڻهن جي ڌرمن، پنٿن ۽ ڌرمي ڪرياڪرمن جو ذڪر ڪندي ڪين 'دريا پنٿي' (Indus Cut) لکيو آهي.

ڊاڪٽر غلام علي الانا پنهنجي مقالي 'سنڌ ۾ جل پوڄا جو رواج ۽ شاهہ لطيف جي سُر سامونڊيءَ ۾ اُن جا ثبوت' ۾ لکيو آهي تہ:

"سنڌ ۾ درياءَ جي پوڄا يا 'جل پوڄا' اڄ بہ سنڌي تهذيب جي هڪ خاص حصي طور مڃي ويندي آهي. سنڌ جي هندن ڪان سواءِ، سنڌو درياهہ جي ڪنڌين ۽ سامونڊي ساحل تي رهندڙ مهاڻا، مير بحر، گندرا، ونگرا ۽ ٻيون ڪيترين ذاتيون 'دريا پنٿي' آهن. . . اسماعيلي (آغا خاني) جماعت وٽ، مذهبي ڪريا ڪرمن ۾ 'جل' کي تمام گهڻي اهميت ڏني ويندي آهي." (سر سامونڊي: ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز، ص: 22)

ڊاڪٽر يو ٽي. ٺڪر (U. T. Thakur) پنهنجي تحقيق ’سنڌي ڪلچر‘ (Sindhi Culture) ۾ لکي ٿو ته:

”سنڌ جي هندن جو مکيه پنٿ يا ڌرم ’دريا پنٿي‘ (Indus Cut) يعني ’جل پوڄا‘ آهي. سنڌ جا هندو ’دريا پنٿي‘ آهن. هو جل جي پوڄا ڪندا آهن. سنڌو درياهه جنهن سنڌ جي کيتن کي پنهنجي امرت يعني ’جل‘ سان آبياري ڪري سنڌ جي ماڻهن کي زندگي بخشي آهي ۽ ڪين سندن جيوت جي جياپي لاءِ امرت ڏارا عطا ڪئي آهي، اُن لاءِ اهي ڪيت، ان اپائين ۽ سدائين سرسبز هجن.“

ڊاڪٽر ٺڪر اهو به لکي ٿو:

”قديم سنڌو تهذيب ۾ ’ڪٽڪ‘ ۽ جوَن جي لاباري وقت يا لاباري مان حاصل ٿيل اَنَ، يعني روزيءَ جي حاصل ٿيڻ ڪان پوءِ ’ايڪاڻا‘ (Ekhana) نالي ’روزيءَ جو جشن‘ (Corn Festival) ملهايو ويندو هو. سنڌ ۾ انهيءَ نموني جا ٻه جشن ملهايا ويندا هئا، جن ٻنهي جشنن جو واسطو هر طرح سان ’درياءَ پير‘ سان هوندو هو. انهن ٻنهي مان پهريون جشن ان وقت ملهايو ويندو هو، جڏهن درياهه ۾ ان مان وهندڙ واهن ۾ نئون پاڻي وهي ايندو هو ۽ ٻيو جشن ان وقت ملهائيندا هئا، جڏهن درياهه ۾ سانوڻ جي مند (Monsoon) ۾ سيلاب ايندو هو ۽ درياهه ڪَچا ٻوڙي ڇڏيندو هو... اهي ٻئي جشن سنڌو درياهه جي ڪنڌين تي رهندڙ ڳوٺاڻا (مهاڻا) شاندار نموني ملهائيندا هئا. ان موقعي تي ميلا لڳندا هئا ۽ جلوس نڪرندا هئا.

(Sindhi Culture: Bombay, 1959, PP- 19- 20)

سنڌ جي نامياري شاعر نارائڻ شيام به چيو آهي:

گنگا، جمنا امرت امرت،
ليڪن ’تُج‘ ته سنڌو آهي‘.

درياهه شاهه عنوان تي ڪامريڊ حيدربخش جتوئيءَ به يادگار نظم لکيو:

پلي آئين، جي آئين، درياهه شاهه!
ٿي راوي اچي تنهنجي ديدار تي،
۽ ستلج ۽ جهلم نمسڪار تي،
ٿي مست ٿيون تنهنجي للڪار تي،
ڪرن تنهنجي قدمن جي اُڌار تي،
ٿين تو تي قربان، فنا پنهنجي ڪن جان،
ڏين پاڻ پنهنجو، لهن وصل تنهنجو
جو ميلو سمايل فنا اندر آهه،
پلي آئين، جي آئين، درياهه شاهه!

سنڌ ۾ ’جَل پوڄا‘، ’دريا پير‘ جي پوڄا جي علامت آهي. پروفيسر لالسنگهه اجواڻي ’سنڌي ادب جي تاريخ‘ ۾ لکي ٿو ته: ”سنڌ ۾ ’ورڻ ديوتا‘ (درياهه شاهه) جي پوڄا ڪئي ويندي آهي ۽ اها ئي ان جي مکيه هڪ ڪٿا آهي. ’دريا پير‘ کي ’اُڏيرو لال‘ چوندا آهن. اڏيري لال جو جنم، چيٽ مهيني جي پهرين تاريخ، چنڊ رات، سنبت 1007 يعني 51-950ع ۾ نصرپور ۾ ٿيو هو. چون ٿا ته ورڻ ديوتا/ اڏيري لال، نصرپور ۾ رتن راءِ لوهاڻي، ۽ سندس پتورت زال ديوڪيءَ جي گهر ۾ اوتار ڌارڻ ڪيو.“ (سنڌي ادب جي تاريخ- ص: 34)

دريا پنٿ جي باني اُڏيري لال جو اصل نالو اڏياچند/ اڏيچند هو جڏهن ته سندس ماءُ کيس ’اُڏيرو‘ ڪري سڏيندي هئي. اُڏيري جا ٻيا نالا يا خطاب ’دريا صاحب‘، ’دريا بادشاهه‘، ’امر لال‘، ’جهولي لال‘، ’جند پير‘ وغيره آهن. کيس مسلمان ’شيخ طاهر‘ سڏيندا آهن. اڏيري لال جي مزار/ آستان ٽنڊي آدم- حيدرآباد روڊ تي آهي. سندس نالي پليان ٽٽي جي ميرپورساڪري ۾ ڪوٽڙي الله رکيي شاهه ڪان ٻن ڪوهن جي پنڌ تي هڪ ماڳ ۽ ٻکر جي اتر (هاٿي روهڙيءَ) ۾ ’زنده پيريا خواجه خضر‘ جو ماڳ پڻ سڏيا وڃن ٿا، جتي ميلو به لڳندو آهي ۽ پنٿ جون ٻيون رسمون به ادا ٿينديون آهن.

اُڏيري لال جي الوپ ٿيڻ بابت روايت آهي ته هو گهوڙي تي سوار جڏهن انهيءَ هنڌ تي پهتو هو جتي هن وقت سندس درگاهه آهي، تڏهن پچيائين ته زمين ڪنهن جي آهي؟ کيس ٻڌايو ويو ته هڪ مسلمان ميمڻ جي آهي. اُڏيري اها زمين خريد ڪرڻ گهري، پر ميمڻ زمين بنا معاوضي ان شرط تي ڏيڻي ڪئي ته کيس درگاهه جو مجاور ڪيو ويندو ۽ پوءِ پاڻ گهوڙي سميت الوپ ٿي ويو.

درگاهه بابت مختلف روايتون ملن ٿيون. درياهه پنٿين مان ڪن جو خيال آهي ته اها سندس وارثن جوڙائي هئي. درگاهه جا ٻه حصا آهن: هڪ حصو جنهن ۾ جوت جلندي رهي ٿي ۽ هندو اُن ۾ عبادت ڪندا آهن. اتي ڪو بُت يا مورتي وغيره رکيل نه آهي. ٻئي حصي ۾ مسلمان مجاور رهن ٿا ۽ ان کي ’شيخ طاهر‘ جي زيارت چيو وڃي ٿو اهڙيءَ ريت هندو ۽ مسلمان هن درگاهه جا هڪجهڙا معتقد آهن. اُڏيري لال جي سماڌيءَ کي هندو پوئلڳ هر سال کير سان ڌوئندا آهن، جڏهن ته نذر نياز وري شيخ مجاور کڻندا آهن.

اُڏيري لال جي پيدائش بابت U.T Thakur لکي ٿو:

“The earliest representation of the (Historic) Indus— God was made in the form of a human deity sitting over the fish (پلو) floating on a water-lily. He subsequently represented as a river king, or warrior emerging from the Indus with a regimentation his back and a sword and Hindu flag in his hands.”

ماڻهن جو عقيدو آهي ته درياهه پير/ اُڏيرو لعل مڇيءَ (پلي) تي سوار ٿي، ڪنول جي گلن سان سٽيل پاڻيءَ تي ترندو آهي.

اُڏيري لال جي جنم سان لاڳاپيل هڪ ڪٿا ٺٽي جي حاڪم يا نواب مرک (Merkh) ۽ ان جي وزير اوهيو (Ohio) بابت به عام آهي. انکري دريا پنٿين جي سوچ آهي ته اڏيرو لال ڪرشن مهراج سان واقعاتي هڪجهڙائپ رکي ٿو. روايت موجب اڏيرو لال جڏهن ٻارهن ورهين جو ٿيو تڏهن هن پنهنجي سوٽ/ماسات (Cousin) کي هڪ هٿ ۾ هڪ ڏيئو هڪ تلوار ۽ هڪ پاڻيءَ جو ٿانءُ ڏئي نئين پنٿ جو بنياد رکيو ان ڪري هن پنٿ جا مکيه رڪن پاڻي ۽ روشني (جوت) آهن. هن پنٿ جا پوئلڳ گهٽي پاڳي لهاڻا ۽ ٺڪُر آهن.

دريا پنٿين جا سنڌ ۾ ٽي ڏڙا آهن:

(1) **سومائي (Somai)**: هي اڏيري لال جي ڀاءُ سومي (Somo) جي نسبت سان سڏجن ٿا، جيڪو شاهوڪار واپاري هو. سنڌ ۾ هنن جي اڪثريت نصرپور، شڪارپور ۽ راڻيپور وغيره ۾ رهندڙ هئي.

(2) **ٻڌائي (Budhai)**: هي سيوهڻ، سکر ۽ شڪارپور ۾ رهندا هئا. ٻڌو اڏيري جي سوٽ/ ماسات پکر جو پٽ هو.

(3) **گهوڙائي (Ghorai)**: هي ميهڙ ۽ ان جي آسپاس رهندا هئا.

پکر ۽ ٻڌي جي پوين مان ڪي پنجاب، ملتان، ڪڇ وغيره ڏانهن به ويا. اهڙيءَ ريت دريا پنٿي پنجاب، اتر هندستان، گجرات، مارواڙ تائين وڃي پکڙيا، پر سندن مرڪز (اڏيرو لال) سنڌ ۾ ئي رهيو.

U.T Thakur پنهنجي ڪتاب 'Sindhi Culture' (1959) ۾ دريا پنٿين جي انهن ريتن ۽ رسمن جو تفصيل سان ذڪر ڪيو آهي، جيڪي زرخيزي مت (Fertility cult) سان واسطو رکن ٿيون.

ڪن روايتن موجب اڏيرو لال، گروگورکناٿ جو شاگرد هو. جنهن هن کي 'الک نرنجن' منتر سيکاريو هو. ڪي ٻيا مؤرخ وري دريا پنٿين جي فاطمي اسماعيلين سان هڪجهڙائپ ڏيکارين ٿا.

اڏيري لال جي ٻه- رخي شخصيت اڏيري لال ۽ جند پير ۽ شيخ طاهر ۽ خواجا خضر جي صورت ۾ تصور ڪئي وڃي ٿي، جنهن ۾ سنڌ جي صوفي فڪر جو پرتوو، سنڌي ثقافت، ٻوليءَ ۽ فڪري هم آهنگيءَ جو عنصر موجود آهي.

هندستان ۾ اُڏيري لال/ جهولي لال جا مندر هراُن شهر ۾ موجود آهن، جتي سنڌي هندو رهن ٿا. رڳو دهلي شهر ۾ 40 مندر آهن. پروفيسر رام پنجواڻيءَ، اُڏيري لال جي جنم جي نسبت سان سڄي ڀارت ۾ 'چيٽي چنڊ' ملهائڻ جو رواج وڌو. جتي اڄ سڄيءَ دنيا ۾ رهندڙ سنڌي 'سنڌيت' جو ڏينهن ڪري ملهائين ٿا.

هن ڏينهن تي سنڌ ۾ اڏيري لال ۽ بکر ۾ پير خضر تي ميلا لڳندا آهن. جن ۾ هندو مسلم مذهبي متڀيد ڀُلائي شريڪ ٿيندا آهن.

'جل پوڄا' کي شاهه لطيف به ڳايو آهي:

جا جر جاڻون نه ڏي، ڏيئا نه موهي،

سڏون کوهه ڪري، سا پنهنجي ڪانڌ جونِ!

**دريا خان ابڙي جو مقبرو**: هي مقبرو ڳيريلي جي اوير ۾ ٺوري ڳنڊ تي تعلقي باقراڻي، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ آهي. دريا خان ابڙو مغل بادشاهه اڪبر ۽ جهانگير جي دور جو بهادر شخص ٿي گذريو آهي، جنهن مغلن پاران بکر ۾ وڏيون خدمتون سرانجام ڏنيون. هي ابڙا قبيلي جو سردار هو ۽ سندس پوئير به هن وقت ساڳي سرداريءَ واري پڳ سنڀاليو اچن. هن مقبري ۾ دريا خان ابڙي جي پيءُ به دفن ٿيل آهي. هي مقبرو پڪ سرو چورس 28 x 28 فوٽن جو آهي. اوچائي 25 فوٽ، اوساري گل جي اٽس. هي مغلن جي دؤر جي اڏاوت جو نمونو آهي. گنبذ جي چوٽيءَ کان فرش تائين ماپ 73 فوٽ آهي. اٺ ڪنڊو گج ڪنڊ جوڙون (Squinches) ڏئي ٺاهيو ويو آهي. هيلين وڏي گج ۾ چار دريون روشني ۽ هوا لاءِ رکيون ويون آهن. وڏو گج



19.3 x 19.3 فوٽن جو آهي. هي مقبرو تباهه حال آهي. ان جو گنبذ ڪِري چڪو آهي ۽ پٿين ۾ ڏار پئجي ويا آهن.

**دريا خان جسڪاڻي (شهيد)**: شهيد دريا خان ولد محمد خان جسڪاڻي، شهيد چاڪر خان جسڪاڻيءَ جو سڳو سؤٽ هو. سندس تعلق ڳوٺ جسڪاڻي، تعلقي ڪوٽڏيجي، ضلعي خيرپور ميرس سان هو. هي جسڪاڻين جي سپاهه جو دلير سپهه سالار هو. هن انگريز دؤر جي ڪرڙيءَ واري جنگ ۾ شاهه شجاع الملڪ ۽ سندس پناهه لشڪر سان ويڙهه ڪئي هئي ۽ ڪيترن کي تلوار جي وار سان ماري وڌو هو ۽ خود به ويڙهه دوران شهيد ٿي ويو. شهيد دريا خان جسڪاڻي، ڳوٺ جسڪاڻيءَ جي 'شهيدن جي مقام' ۾ دفن آهي. (حوالو: خليفي نبي بخش جو رسالو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ)

**دريا خان جکراڻي**: برطانوي حڪومت کان برصغير جي آزادي حاصل ڪرڻ واري 1857ع واري 'جنگ آزاديءَ' ۾، سنڌ به هندستان جي ٻين علائقن کان پوئتي نه رهي. پر افسوس جو مؤرخن سنڌ جي عظيم ڪردارن ۽ سنڌ جي قربانين کي تاريخن ۾ ڪا خاص اهميت نه ڏني آهي ۽ نه ئي جنگ آزادي (1857ع) تي ڪو مفصل ڪتاب لکيو ويو آهي.

سنڌ ۾ جيڪب آباد، جنگ آزاديءَ جو خاص مرڪز هو. هن ايراضيءَ ۾ جنگ آزاديءَ جي تحريڪ جا روح روان دريا خان جکراڻي ۽ دلمراد خان کوسو هئا.

دريا خان جکراڻي، جکراڻي قبيلي جو سردار هو. اصل جاني ديري جي ڀرپاسي جو رهاڪو هو. پر پوءِ خانڳڙهه (جيڪب آباد) ۾ اچي مستقبل طور رهائش اختيار ڪيائين. انتهائي بهادر ۽ حشمت واري شخصيت جو مالڪ هو.

1840ع ۾ جڏهن مير بجار خان ڊومبڪيءَ، ڪڇيءَ ۾ انگريزن جي خلاف بغاوت ڪئي، تڏهن دريا خان جکراڻي ۽ سندس سؤٽ ترڪ علي جکراڻي انگريزن خلاف بغاوت ۾ ڀرپور حصو ورتو.

جنرل جان جيڪب، دريا خان جو تعارف، هڪ مضمون ۾ هيلينءَ ريت ڪيو آهي:

*"جکراڻي قوم (قبيلي) جو مکيہ سردار دريا خان آهي، هي قبيلو ڊومبڪين کان نهايت پري آهي، پر جيئن تہ هي ٻئي قبيلا انگريزي حڪومت جي خلاف مير بجار خان جي سرڪردگيءَ ۾ وڙهي رهيا هئا، ان ڪري منجهن گهڻي ويجهڙائپ اچي وئي هئي."*

دريا خان جکراڻي، مير بجار خان جي هڪ وفادار ساٿيءَ جي حيثيت ۾ انگريزن خلاف سمورن معرڪن ۾ ڀرپور ساٿ ڏنو. سر چارلس نيپيئر کي دريا خان تي اوتري ئي ڪاوڙ هئي، جيترو مير بجار خان ڊومبڪيءَ تي. 1839ع ۾ جڏهن انگريز فوج سر جان ڪين جي ماتحت شاهہ شجاع کي تخت تي ويهارڻ لاءِ ڪابل وڃي رهي هئي، تڏهن بجار خان ڊومبڪي، پنهنجن ساٿين دريا خان جکراڻيءَ ۽ ترڪ عليءَ سان گڏ انگريزن کي ٻولان لڪ وٽ تمام گهڻو پريشان ڪيو. اهڙيءَ طرح انگريزي فوج تي هنن بهادرن جا سن 1840ع تائين حملا ٿيندا رهيا. شاهہ شجاع جي قتل کان پوءِ مير بجار خان ۾ وڌيڪ حوصلو ۽ دليري اچي وئي. سندس حملي ۾ هڪ انگريز ڪئپٽن ڪلارڪ نالي نفوسڪ لڪ وٽ پنهنجي ساٿين سميت مارجي ويو. سر جيمس آئوٽرام جي خواهش هئي تہ بجار خان ڊومبڪي، دريا خان جکراڻي ۽ ترڪ عليءَ کي پئسن جي لالچ ڏئي انگريزي ملازمت ۾ آڻجي، پر مير بجار خان حقارت مان اُها آڇ ٺُڏي ڇڏي.

هنن حالتن کي ڏسي، سر جيمس آئوٽرام، ڪئپٽن پوسٽن کي مير بجار خان ۽ سندس ساٿين کي گهيري ۾ آڻڻ لاءِ موڪلي ڏنو. سخت گهيري ۾ بچي نڪرڻ جي ڪا واهہ نہ ڏسي دريا خان ۽ ترڪ علي مجبور ٿي ڪئپٽن پوسٽن جي آڏو پيش پيا. کين ڪجهہ وقت لاءِ بکر جي قلعي ۾ نظربند رکيو ويو. پوسٽن ڪجهہ عرصي لاءِ بجار خان ۽ دريا خان تي ڪڙي نظر رکي، بعد ۾ جڏهن هن محسوس ڪيو تہ هو انگريز حڪومت خلاف ڪنهن ڳجهي سازش ۾ ظاهري طرح نظر نہ ٿا اچن، تہ کين آزاد ڪيو ويو. [ڪن مؤرخن لکيو آهي تہ دريا خان ۽ مير بجار خان کي ڪجهہ وقت انگريزن ملازمت ۾ بہ رکيو، پر سندن ڳجهين سرگرمين کي ڏسي، 1843ع ۾ سر لارڊ ايلنبرو وائسراءِ هند کين انگريز ملازمت مان رخصت ڪيو.]

جيئن تہ هندستان جي وائسراءِ لارڊ ايلنبرو جي پاليسي هئي تہ انگريزي حڪومت جو تسلط فقط سکر ۽ شڪارپور تائين محدود هئڻ گهرجي ۽ باقي ملڪ جو حصو سندن وفادار، مير عليمراد جي پنهنجي جوابداريءَ تي ڇڏي ڏجي.

اُن وچ ۾ مير بجار خان هڪ ڀيرو وري ڪڇيءَ جي طرف رُخ ڪيو ۽ انگريزن سان وري بہ هڪ دفعو وڌيڪ مقابلي ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويو 1844ع جو سڄو سال نيپيئر هنن وطن جي بهادرن (مير بجار خان ۽ دريا خان) جي مقابلي ۾ الجهيو رهيو، پر حالتون اهڙيون وڃي بيٺيون، جو هنن وطن جي شيدائين جي مقامي طرح ڪا بہ مدد ڪانہ ٿي. مير عليمراد خان انگريزن جي وفادار ۽ ساٿاريءَ جي حيثيت ۾ جان جيڪب سان گڏجي کين سخت گهيري ۾ آڻي ڇڏيو.

پنهنجي ناڪاميءَ کي اکين سان ڏسي مير بجار خان پنهنجي ساٿين سميت مير عليمراد خان آڏو پيش پيو. سر چارلس نيپيئر چاهيو ٿي تہ مير بجار خان، دريا خان ۽ سندس ساٿين جو خاتمو آندو وڃي، مگر مير علي مراد ۽ جان جيڪب، مستقبل ۾ ڪنهن متوقع بغاوت جي خطري کي محسوس ڪندي، سندن جان بخشي ڪرائي. بجار خان هميشہ لاءِ مير علي مراد خان وٽ نظربند رهيو مگر جکراڻين ۽ ٻين بلوچ قبيلن کي جانيديري جي ڀرسان زمينون ڏئي آباد ڪيو ويو. پر وطن دوست دريا خان جکراڻي، انهن حالتن ۾ مختلف قبيلن کي مليل سرڪاري رعايتن کي ڏسي بہ خاموش نہ رهيو. سن 1857ع ۾ جڏهن آزاديءَ جي تحريڪ شروع ٿي تہ دريا خان جکراڻي، دلمراد کوسي سان گڏجي جيڪب آباد ۾ انگريزن خلاف تحريڪ کي منظم ڪيو. دريا خان جکراڻيءَ ان ڏس ۾ پنجاب جي بلوچ سردارن کي انقلاب آڻڻ لاءِ لکيو پر انهن ڪا موٽ نہ ڏني. جڏهن انگريز عملدار ميري ويدر کي هن هلچل جي خبر پئي تہ ان کان اڳ جو هي محب وطن پنهنجي رٿيل پروگرام کي عملي جامو پهرائين، کين گرفتار ڪرائي ورتائين. ٻنهيءَ جي گرفتاريءَ سبب شڪارپور ۽ جيڪب آباد ۾ آزاديءَ جي هيءَ سڄي تحريڪ گويا ڊهي پئي. بهرحال جيڪب آباد جي ڪيترن وطن پرستن کي توپن سان نشانو بنايو ويو، ڪن کي ڦاسي ڏني وئي ۽ دريا خان جکراڻيءَ کي پنهنجي ساٿي دلمراد کوسي سان گڏ اندمان ٻيٽن ڏانهن موڪليو ويو، جتي زندگيءَ جا پساهہ پورا ڪيائين. دريا خان جکراڻيءَ ۽ دلمراد، آزاديءَ جي تاريخ ۾ پنهنجو نالو هميشہ لاءِ روشن ڪري ڇڏيو.

**دريا خان جلباڻي:** مشهور سياستدان دريا خان ولد رئيس الله بخش جلباڻي، 1930ع ڌاري ڳوٺ دريا خان جلباڻي، نزد ڀريا سٽي، ضلعي نوشهري فيروز ۾ پيدا ٿيو. هن ابتدائي تعليم ڪراچيءَ مان ورتي ۽ وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ عليگڙهہ يونيورسٽي ويو، جتان ايم. اي جي ڊگري حاصل ڪيائين. هيءُ پنهنجي علائقي جو معزز زميندار هو. ايوب خان جي دؤر حڪومت ۾ اولهہ پاڪستان اسيمبليءَ جو ميمبر رهيو ۽ ٻہ دفعا صوبائي اسيمبليءَ جي سيٽ تي اليڪشن وڙهيو. دريا خان جلباڻي 1979ع ۾ بلدياتي اليڪشن ۾ بہ بيٺو هو پارلياماني سيڪريٽري پڻ رهيو. دريا خان جلباڻي سنڌ پراونشل ڪوآپريٽو بئنڪ جو چيئرمئن ۽ ڪراچي ريس ڪورس جو بہ چيئرمئن ٿي رهيو.

رئيس دريا خان جلباڻيءَ کي چار پٽ ٿيا، جن مان (1) رئيس نور محمد جلباڻي پبلڪ هيلٿ ڊپارٽمينٽ ۾ انجنيئر ٿيو، (2) رئيس سليم رضا جلباڻي، (3) رئيس شڪيل احمد، (4) رئيس وسيم حيدر.

رئيس دريا خان جلباڻيءَ، تاريخ 16 سيپٽمبر 1979ع تي لاڏاڻو ڪيو.

**دريا خان جي اوطاق** (ماڳ): دولهہ دريا خان، سنڌ جي سمن جي ناليواري حڪمران ڄام نظام الدين عرف ڄام نندي جو پٽيلو هو. جيڪو اڳتي هلي سنڌس بهادر وزيراعظم بڻيو ۽ ڪيترن معرڪن ۾ وڙهي فتحون حاصل ڪيائين. سنڌ جي سيني قديم تاريخن، تاريخ معصومي، تحفة الڪرام، تاريخ مظهر شاهجهاني، مڪلي نامہ، بيگلار نامہ، سومرن جي سلطنت وغيره ۾ سندس احوال ملي ٿو.

ٺٽو ان وقت سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هو پر کيس ڳاها پرڳڻي ۾ جاگير هئي. هيءَ علائقو هن وقت سيوهڻ ۾ اچي ٿو. پنهنجي جاگير جي سار سنڀال لهڻ ۽ حڪومتي معاملن کي منهن ڏيڻ لاءِ دريا خان هڪ بيلڪ ٺهرائي هئي، جيڪا موجوده دادو- ڪوئٽڙي ريلوي لائين جي اسٽيشن گوپانگ پرسان هئي. اها 2005ع تائين ڪافي بهتر حالت ۾ موجود هئي. اسٽيشن گوپانگ، ڀڏاپور کان 15 ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي تعلقي مانجهند ضلعي ڄامشوري ۾ آهي. 1995ع تائين هي اوطاق بهتر حالت ۾ هئي، ان جون ماپون مشهور آرڪيالاجسٽ سيد حاڪم علي شاهه بخاريءَ ڪيون هيون.



هن ماڳ جو پهريون ذڪر پير علي محمد راشدي پنهنجي ڪتاب 'اهي ڏينهن شينهن' ۾ ڪيو آهي.

سما دؤر جون عمارتون گهڻو ڪري مڪلي ضلعي ٺٽي ۾ مقبرن، مزارن، مدرسن ۽ چوڪندين جي صورت ۾ موجود آهن، سنڌ ۾ ڪنهن بہ حڪمران جي رهائش واريون عمارتون موجود ڪو نہ آهن، ان لاءِ گمان اهو ڪڍيو ويندو آهي تہ جيئن تہ حڪمران عوامي هئا، ان ڪري عوام سان رلي ملي رهندا هئا. ان ڪري سندن رهائشي اڏاوت ڪا نہ ٿي ملي، جڏهن تہ ٻين حاڪمن خاص طور مغلن جون رهائشي اڏاوتون عام طور ملن ٿيون.

هيءَ نون ڪمرن ۽ وڏي صحن تي مشتمل بيلڪ، ٺٽي ۽ ڳاها پرڳڻي واري علائقي جي وچ تي آهي. ڳاها پرڳڻي ۾ دريا خان جي جاگير هئي. چو تہ پنهنجي ماحوليات سبب بہ هي اڏاوت پرشڪوه جاءِ تي نظر اچي ٿي. سامهون سنڌو درياهہ ۽ پويان کير ٿر جو عظيم جابلو سلسلو هن هنڌ کي جاذب نظر بنائي ٿو. هن اڏاوت جي مهاڙيءَ ۾ ٽي ونگاوان لنگهہ هئا، جن مان وچون لنگهہ پاسي وارن لنگهن کان ٿورو وڏو هو. سامهون واري صحن کي ڇڏي صرف هيءَ اڏاوت "32'.6"x33'.2 فوٽن جي آهي. مهاڙيءَ جي اوچائي 12 فوٽ آهي. اوپر ۾ ٽي لنگهہ جڏهن تہ اتر ۽ ڏکڻ ۾ ٻہ ٻہ لنگهہ ڏنل آهن، جن جي اوچائي بہ اوپر وارن ونگاون لنگهن جيتري آهي. ست ئي ونگاوان لنگهہ زمين کان ونگ جي چوٽيءَ تائين ساڍا ست فٽ اوچا ۽ ساڍا چار فٽ ويڪرا آهن. اولهہ وارو حصو ڏوڙ ۽ مٽيءَ کان بچاءَ سبب بند ٿيل آهي، چو تہ هن علائقي ۾ تيز هوائن سان ڏوڙ ۽ مٽيءَ جا طوفان ايندا رهن ٿا. اولهہ واري پٽ جي ٻاهرئين پاسي چار جارا ٺهيل آهن، جن تي گلڪاري ٿيل هئي، اهي جارا ڏيئن يا مشعالن رکڻ جي ڪم ايندا هوندا، جو اولهہ پاسي صحن ڏنل آهي. ان کان سواءِ ڇهہ جارا (Recesses) يا ناليون بہ انهيءَ پاسي ٺهيل آهن، جن مان مينهن جي پاڻيءَ جو نيڪال ٿيندو هوندو. ڇت تي ڪل نَوَ گنبذ ٺهيل آهن. جن جا ٽي نمونا آهن. هڪ اٺڪنڊو، هڪ چورس ۽ ست اڌ گول گنبذ آهن. هر هڪ گنبذ جي هيٺان ڪمرو آهي، جيڪو چورس "6-'7x"6-'7 فٽن جي ماپ جو آهي. انهن مان ڇهن ڪمرن کي ٽن پاسن کان لنگهہ آهن، جن جو ذڪر ڪيو ويو آهي. جيئن اوپر ۾ ٽي، ڏکڻ ۽ اتر ۾ ٻہ ٻہ، پر اولهہ وارن ڪمرن کي ڪو بہ الڳ لنگهہ ڏنل نہ آهي. ٿي سگهي ٿو تہ اولاهين پٽ سان ٺهيل ڪمرا رهائش طور ڪتب ايندا هجن. عمارت سان گڏ ئي اولهہ واري پاسي هڪ صحن آهي، جنهن جي پيڙهہ پٿرجي آهي، ڪنڊن وٽ برجين جا نشان ڏسڻ ۾ اچن ٿا، جن جي ماپ 68x52 فوٽ آهي. (ڏسو نقشو). پهرينءَ نظر سان هي اڏاوت مذهبي عمارت لڳندي، پر سما دؤر ۾ ڪجهہ اڏاوتون اهڙيون بہ مليون آهن جيڪي مذهبي نہ آهن، پر انهن جو نمونو مذهبي عمارتسازيءَ جهڙو آهي. جهڙوڪ: مڪليءَ تي مدرسا، جن کي گنبذ آهن. هونئن اسان وٽ اوطاق هڪ معتبر ادارو رهيو آهي، جتي علم، ساڃاهہ، فيصلا ۽ ٻيون سماجي ۽ سياسي ڪارگذاريون ٿينديون رهنديون هيون. هيءَ اوطاق ڏسڻ سان واقعي مسجد لڳندي آهي، پر غور ڪبو تہ سواءِ گنبذن جي ان ۾ ٻيو ڪو بہ گڻ مسجد سان ملندڙ نظر نہ ايندو مثال: ان ۾ ڪو بہ محراب ڪو نہ آهي. مؤذن جي جاءِ ڪانهي، ڪمرا ننڍا ۽ چورس آهن، ڊگها ۽ مستطيل نہ آهن. وضو خاني جي جاءِ نہ آهي وغيره. سما دؤر جي هيءَ بي مثال اڏاوت 2005ع تائين جهريل حالت ۾ موجود هئي، پر هاڻي (2012ع) سڄو ڍينگو پٽ بنجي ويو آهي.

**دريا خان دولهہ** (شاعر): دريا خان دولهہ ڪافيءَ جو وڏو شاعر ٿي گذريو آهي. دريا خان دولهہ هنگورجن جي مخدومن جي خاندان مان هو، جيڪي قريشي آهن. سندس پيءُ جو نالو محمد الياس هو. هي تعليم مان فارغ ٿي شڪارپور ۾ اچي انگريزن جي فوج ۾ نوڪري ڪرڻ لڳو. اوچتو فقيري رنگ چڙهڻ ڪري، نوڪري ڇڏي ڪو وقت قلندر جي درگاهہ تي گذاري، وري سفر تي نڪري پيو. نوشهري جي صوفي بزرگ مخدوم عبدالحئي نقشبنديءَ وٽ وڃي سندس مريد ٿيو. ان ڪانپوءِ سنڌ ۽ بلوچستان گهمندو رهيو. نيٺ اچي لاڙڪاڻي ويجهو لالو رائنڪ ۾ پنهنجو آستانو قائم ڪيائين. عمر جي آخري حصي ۾ روهڙيءَ وڃي محمد محسن 'بيڪس' جي مريديءَ ۾ شامل ٿيو. دريا خان دولهہ 5 ذوالقعد 1309هہ/ 1891ع ۾ وفات ڪئي. هن سڄي زندگي فقيري حال ۽ سير سفر ڪندي گذاري. سدائين ذڪر ۽ فڪر ۾ رهندو هو. سندس ڪلام فقير هدايت علي نجفي 'تارڪ' گڏ ڪيو. جيڪو بيتن ۽ ڪافين تي مشتمل هو، پر اهو اڄڪلهہ ناياب آهي. سندس موجود ڪافين ۾ حقيقت پسندي، تصوف جي رنگ سان گڏ حُسن ۽ عشق جو بيان آهي. ان ڪانسواءِ سندس ڪافين ۾ معاشي ۽ معاشرتي مسئلن جو بہ ذڪر ملي ٿو. جيڪو هن جي انفراديت ۽ سندس شاعريءَ جو اهميت ڀريو رخ آهي.

**دريا خان راڄپر:** حر تحريڪ جي نامور فقير ۽ انگريزن خلاف جنگ جوٽيندڙ دريا خان راڄپر، 1904ع ڌاري ڳوٺ جانيپري، تعلقي ڪوٽڏيجي، ضلعي خيرپورميرس جي علائقي جي زميندار احدي خان راڄپر جي گهر ۾ جنم ورتو. ننڍي هوندي کان ئي منجهس دليري ۽ مهمان نوازيءَ جهڙيون خوبيون هيون. سندس خاندان پير ڳوٺ جي پاڳارن جو مريد هو جڏهن پير سيد صبغت الله (سورهيه بادشاهه) انگريزن خلاف ۽ سنڌ جي آزاديءَ لاءِ حُر تحريڪ شروع ڪئي ته دريا خان ان تحريڪ ۾ شامل هو جنهن دوران ڪيترن فقيرن سان سندس واقفيت ٿي، جن مان ضلعي سانگهڙ جو اسماعيل چانگ قابلِ ذڪر آهي، جنهن سان سندس گهرا تعلقات هئا. 1942ع ۾ جڏهن انگريزن پير پاڳاري سيد صبغت الله سورهيه بادشاهه کي گرفتار ڪيو ته رد عمل ۾ حرن انگريز حڪومت خلاف جدوجهد شروع ڪئي، جنهن دوران گوريلا گروپ جو بنياد پيو جنهن ۾ دريا خان راڄپر سميت ڦوٽو چانگ (اسماعيل چانگ)، علي محمد راڄپر، جڙيو خاصخيلي، الله بچايو خاصخيلي، علي شير راڄپر ۽ ٻيا ڪيترا حر شامل هئا.

ان دوران دريا خان جي سربراهيءَ ۾ حر گوريلا تحريڪ ڪيتريون وارداتون سرانجام ڏنيون. هن انگريز لشڪر سان مهاڏو اٽڪائيندي سندن ڪيترن حامين کي قتل ڪيو ۽ انگريزن جي بارود ۽ ملڪيت تي قبضو ڪري حرن کي کاڌ خوراڪ ۽ بارُود پهچائڻ جو بندوبست ڪيو. سيپٽمبر 1942ع ۾ جڏهن انگريزن سنڌ ۾ مارشل لا لاڳو ڪئي ته حرن خلاف سخت ڪارروايون ڪيون ويون، جنهن دوران دريا خان جي سربراهيءَ ۾ هلندڙ گوريلا گروپ خلاف به ڦهري ڪارروايون ٿيون. دريا خان رياست خيرپور جي هڪ ڳوٺ ۾ پناهه ورتي ته ان ڳوٺ تي انگريز سرڪار چڙهائي ڪري ڳوٺ کي باهه ڏئي ڇڏي. ان حملي ۾ ڳوٺ جو چڱو مڙس صابن راڄپر ۽ حر گوريلا تحريڪ جو سپاهي علي محمد راڄپر قتل ٿي ويا. بعد ۾ انگريز سرڪار رياست جي واليءَ تي زور پريو ته دريا خان کي پوري خاندان سميت پيش ڪري، ٻيءَ صورت ۾ انگريز سرڪار ساڻس ڪيل ناهه ٽوڙيندي، جنهن بعد دريا خان پنهنجي والد احدي خان راڄپر ۽ پائرن سومر خان راڄپر، الله بخش راڄپر ۽ جيئندي خان راڄپر سان گڏ ڪوٽڏيجيءَ واري قلعي ۾ ميرن جي دربار ۾ هٿيارن سميت اچي پيش پيو. ڪيترو عرصو پنهنجي خاندان سميت جيل ۾ گذاريائين. پاڪستان ٺهڻ بعد ڪيس خاندان سميت آزاد ڪيو ويو. دريا خان گهوڙي سواري ۽ لنبازيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو هو اڪثر قوالين جون محفلون ۽ ميلا ملاکڙا لڳرائيندو هو. سندس ريڊيو پاڪستان جي مشهور قوال حاجي فياض احمد سان ويجها تعلقات هئا. جيڪو اڪثر ٽرس ايندو رهندو هو دريا خان راڄپر 1966ع ڌاري وفات ڪئي.

**دريا خان فقير:** دريا خان فقير ناليواري صوفي شاعر روحل فقير جو ننڍو پٽ ۽ مراد فقير جو ڀاٽيجو هو. هيءُ پنهنجي وقت جو مشهور شاعر ٿي گذريو آهي. هن 1190هه/1765ع ۾ جنم ورتو. والد روحل فقير جي وفات وقت سندس عمر ست اٺ ورهيه مس هئي. هن ننڍڙيءَ ڄمار ۾ والد جي صحبت مان گهڻو ڪجهه پرايو. پيءُ جي وفات ڪانپوءِ سندس پرورش وڏي ڀاءُ غلام عليءَ ڪئي. هن غلام عليءَ کي مرشد ڪري ورتو. دريا خان فقير هڪ سٺو صوفي شاعر هو. روحل فقير ڪانپوءِ دريا خان فقير ٿي اهڙو شاعر آهي، جنهن جو ڪلام حيات ۽ ڪائنات جي حسن کي عشق جي نگاهه سان ڏسي، ڪيئي روپ ڏيکاري ٿو. مشهور شاعر نياز همايونيءَ دريا خان فقير جو ڪلام ترتيب ڏئي 'آءُ ڪانگا ڪر ڳالهه' عنوان سان سنڌي ادبي بورڊ پاران ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جنهن ۾ هن لکيو آهي ته، "دنيا جي ويراگين مان دريا خان هڪ وڏو ويراڳي هو جنهن خلق خدا جي محبت ۾ پاڻ موڪيو دريا خان فقير جي شاعريءَ ۾ فڪر جي گهرائي ۽ خيال جي سچائي آهي. هن فقير محبت ڀرئي انداز سان ٻوليءَ کي سهڻي نموني استعمال ڪري، سنا فڪر ۽ سوچون ڏنيون آهن. سندس سنڌي شاعريءَ سان گڏ سرائڪي ۽ هندي شاعري به تمام مٿاهين درجي جي ۽ دل کي ڇهندڙ آهي. هن بيت، ڪافيون، دوها، پچن، شبد، وايون، ڪافيون، هر ڪا سمرڻ، الف بيد ۽ سه حرفيون وغيره لکيون آهن. سندس ڪلام 'آءُ ڪانگا ڪر ڳالهه، مون سان تن ماروئڙن جي' راڳي ڪنور ڀڳت سهڻي انداز ۽ سوز سان ڳايو آهي. سائين جي. ايم. سيد پنهنجي ڪتاب 'جنب گذاريم جن سين' ۾ ڪنور ڀڳت جو ذڪر ڪندي لکيو آهي ته، هو جڏهن به ڀڳت ڪنور جي آواز ۾ 'آءُ ڪانگا ڪر ڳالهه، مان سان تن ماروئڙن جي' ٻڌندو آهي ته جيڪڏهن سندس هٿ ۾ قلم هوندو آهي ته اهو بيهي رهندو آهي ۽ جيڪي ماني کائيندو آهيان ته گرهه هٿ ۾ رُڪجي ويندو آهي يا ڪِري پوندو آهي. ان ڪلام کي تمام گهڻي مقبوليت مليل آهي. دريا خان فقير 1270هه/1853ع ۾ وفات ڪئي.

**دريا خان کوسو** (2006 -1924): مشهور سياستدان ۽ اُپر سنڌ جي بااثر زميندار ۽ سماجي اڳواڻ مير دريا خان کوسي 1924ع ڌاري ڳوٺ ڏينپور، تعلقي ٺل ضلعي جيڪب آباد ۾ جنم ورتو هيءُ جيڪب آباد ۾ برصغير جي آزاديءَ جي تحريڪ جي مشهور اڳواڻ دلمراد خان کوسي جو پٽ هو هن جيڪب آباد جي مختلف علمي ادارن ۾ تعليم حاصل ڪئي. پاڻ خانداني زميندار ۽ پنهنجي قبيلي جو چڱو مڙس هو. سندس خاندان جو جيڪب آباد جي سياست ۾ چڱو اثر رهيو آهي. هن جوانيءَ ۾ پير رکندي ئي سياست جو آغاز ڪيو. سنڌ ڪانسواءِ پنجاب ۽ بلوچستان جي سياستدانن سان بهتر تعلقات قائم ڪيائين. اڳتي هلي دنيا جي ٻين ملڪن جي ڪيترن سياستدانن سان دوستي قائم ڪيائين. پاڪستان جي قيام کانپوءِ اليڪشن ۾ حصو وٺڻ لڳو ۽ 1962ع، 1965ع ۽ 1970ع وارين چونڊن ۾ لاڳيتو ٽي دفعا قومي اسيمبليءَ لاءِ ميمبر چونڊيو ويو. هن سياستدان رٽائر ٿيڻ کان پوءِ سجو وقت سماجي خدمتن کي ڏنو، جنهن ۾ جيڪب آباد ضلعي ۾ امن امان قائم ڪرڻ، تعليم جي ترقي، خاص ڪري عورتن جي تعليم کي ترقي وٺرائڻ، ترقياتي ڪم ڪرائڻ ۽ عام ماڻهن کي روزگار مهيا ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. هي پنهنجي وقت جي زميندارن ۽ جاگيردارن کان طبيعت ۾ مختلف هو ۽ سماج ۾ سٺو مرتبو رکندو هو هي روشن خيال زميندار هو ۽ زراعت ۾ ڪيترا نوان لاڙا متعارف



ڪرايائين. هي جمهوري روايتن جو پاسدار هو. هي پنهنجي تر جو مشهور امين هو. بلوچن ۽ غير بلوچن ۾ هڪجهڙو مقبول هو. ويندي پنجاب تائين سندس شهرت عام هئي. هو بنا ڪنهن رڪ رڪاءَ جي فيصلا ڪندو هو. هي پنهنجي مهذبپڻي جي ڪري سنڌ جي زميندارن، سومرن، مهرن، جمالين، جکرائين، جوڻيجن، جتوئين ۽ ٻين ۾ وڏو مان رکندو هو. زمينداريءَ سان گڏ ڪيس راندين جو به شغف هو. ڪيترين اِنڊور راندين (Indoor games) جو چئمپيئن هو. هن جيڪب آباد ضلعي ۾ امن امان قائم ڪرائڻ، تعليم جي ترقي، ترقياتي ڪم ڪرائڻ ۽ ماڻهن کي روزگار مهيا ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. مير دريا خان کوسي کي ڇهه پٽ هئا، جن مان شفيق احمد کوسو سيڪريٽري تعليم ۽ سنڌ جو ڪمشنر ۽ ٻين ڪيترن عهدن تي رهي چڪو آهي.

هن معمر سياسي 82 سالن جي عمر ۾ مختصر بيماريءَ بعد نومبر 2006ع ۾ وفات ڪئي. کيس قديم قبرستان، ڏينپور، تعلقي جيڪب آباد ۾ دفن ڪيو ويو.

**دريا خان مريءَ جو منارو ۽ مندر:** ڪيئل ٻائيءَ جو تعمير ڪرايل هيءُ مندر ۽ منارو، ضلعي نوشهري فيروز جي تاريخي شهر دريا خان مريءَ ۾ واقع آهي. هيءُ مندر ۽ منارو 85 فوٽ بلند آهي ۽ به اڍائي سئو سال اڳ جو جيو وجي ٿو. ڪيئل ٻائي سخي عورت هئي. خير جا ڪم ڪرڻ جي حوالي سان پوري علائقي ۾ مشهور هئي. هن هي منارو ۽ مندر پنهنجي مڙس منگهارام جي ياد ۾ تعمير ڪرايو هو.

هيءُ منارو ۽ مندر فنِ تعمير جو هڪ بهترين نمونو آهي. مناري تي چڙهڻ لاءِ ڏاڪا آهن. پري کان ئي ڏسڻ ۾ اچي ٿو هي منارو ۽ مندر ضلعي نوشهري فيروز جي قديم آثارن ۾ شمار ٿين ٿا ۽ وڏي اهميت رکن ٿا.

**دريا خان نظاماڻي:** ڪرڙيءَ جي جنگ جي نامور شهيد دريا خان ولد ڪرم خان نظاماڻيءَ جو تعلق موجوده ڳوٺ ڪرم خان نظاماڻي، تعلقي هالا، ضلعي مٽياريءَ سان هو. سندس وڏا ڪلهوڙن جي دؤر ۾ سماجي، سياسي، اخلاقي ۽ جاگيرداري حيثيت سان مقبول ۽ مضبوط هئا. کيس مير مراد علي خان مختارڪار مقرر ڪيو هو. دريا خان نظاماڻي باشعور، باعلم، بهادر، عقلمند ۽ ڪيترين صلاحيتن جو مالڪ هو. فوجي لشڪر جو سپهه سالار هو. هن پنهنجي فوجي لشڪر سان گڏ ڪرڙيءَ جي جنگ ۾ دليري، بهادري ۽ سچي مجاهد جي حيثيت سان سنڌ ديس جي حدن تي ڪاهي ايندڙ هاڪاري پٺاڻ شاهه شجاع سان ڪرڙيءَ جي ميدان ۾ وڙهندي، 2 فيبروري 1834ع تي شهيد ٿي ويو. دريا خان نظاماڻيءَ کي ڳوٺ اڃن شاهه جي ڏاکڻي طرف سيد حسن عرف ڏير ڏٺيءَ جي قبرستان ۾ دفنايو ويو. هي قبرستان ديهه گهوگهاٽ، تپي ۽ يونين ڪائونسل پٽ شاهه ۾ آهي.

’تاريخ تازه نواءِ معارڪ‘ ۾ منشي عطا محمد شڪارپوري ڄاڻائي ٿو ته: ”دريا خان نظاماڻي حيدرآباد ۾ ٽالپر حڪمرانن جو خاص ملازم هو. ڪرڙيءَ جي جنگ ۾ غلام مرتضيٰ شاهه ڪهيريءَ جي مارجي وڃڻ کان پوءِ دريا خان نظاماڻي ميدان ۾ آيو. هن اچڻ سان ئي سمندر خان پٺاڻ جي پائڻي کي هڪ ئي ڌڪ سان پورو ڪري ڇڏيو. دريا خان نظاماڻيءَ جي مرڻ کان پوءِ ميرن کي شڪست جو يقين ٿي ويو.“

**دريا خان واهه:** سنڌ جي سمي حاڪم ڄام نظام الدين جي سپهه سالار ۽ وزيراعظم دولهه دريا خان تعميرات ۽ کوهن ۽ واهن کوٽائڻ ۾ وڏي دلچسپي رکندو هو. هن سنڌ جي زراعت جي بهتريءَ لاءِ ڪيترا واهه کوٽايا، جهڙوڪ: خان واهه (ٺٽو)، ساوهه واهه (لڳ منڇر)، ڪاڇي واهه (ٻوبڪ) ۽ دريا خان واهه (سڪرنڊ) وغيره. کوٽايا ته جيئن عام ماڻهن کي پيئڻ توڙي پوکي راهيءَ لاءِ پاڻي ميسر ٿي سگهي. دولهه دريا خان جو کوٽايل ’دريا خان واهه‘ موجوده سڪرنڊ شهر کان ڏکڻ اولهه طرف سنڌو درياهه مان کوٽائي سڪرنڊ واري ڍنڍ ۽ دليل ديري واري ڍنڍ سان ملايو ويو. جنهن جا آثار ۽ هڪ پاسي وارو بند اڃا سلامت آهن. هي واهه سن ۽ مانجهند جي وچ واري علائقي سامهون درياهه جي ٻيءَ پر کوٽايو ويو هو. جيڪو موريي لاڪي، ٻٺي ٻيلي ۽ ٽلي ڳوٺن کان گذرندو هو. موريو لاڪو شهر ڪنهن زماني ۾ وڏو واپاري مرڪز هو. هن ڳوٺ وٽ ’دريا خان واهه‘ جي ڪنڌيءَ تي واپاري ٻيڙيون اچي بيهنديون هيون. هي سڄو علائقو دولهه دريا خان جي جاگير ۾ شامل هو. هي اهوئي علائقو آهي، جتي سما قبيلن، ارغونن ۽ ترخانن سان جوڙتيون ڏنيون هيون.

هن واهه جي باقيات کي ڏسبو ته معلوم ٿيندو ته ان دؤر ۾ لهاڻي درياهه جا منهن شايد بند ٿي ويا هئا. لهاڻو درياهه، دليل ديري کان ٿيندو شهدادپور ۽ اڳهم ڪوٽ وٽان گذرندو هو. انگريزن جي دؤر تائين ’دريا خان واهه‘ ۾ پاڻي وهندو هو. بندن جي تعمير وقت هن واهه لاءِ هڪ گيٽ لڳايو ويو هو ۽ مختلف لنگهن وٽان هن واهه تي پڪين سِرن جون پليون به ٺهرايون ويون هيون. اهڙي هڪ پل جا نشان اڃا موجود آهن. باقاعدي بئراج سسٽم اچڻ کان پوءِ هي واهه ڦٽي ويو ۽ اُن جون ڪنڌيون ڊاهي اُتي مقامي ماڻهن زمينون آباد ڪري ڇڏيون.

**دريا شاهه مندر:** ڪراچيءَ جي منهوڙي واري علائقي ۾ واقع درياهه پنٿين جو هيءُ مندر، آڳاٽي وقت جو ليکيو وڃي ٿو. هن مندر لاءِ هڪ رايو اهو به آهي ته ديبل بندر هن جاءِ تي هو. جيڪو سمنڊ ۾ اچي ويو آهي ۽ هي مندر ان سان لڳ هڪ پهاڙي چوٽيءَ تي هو. ديبل جو سڀ کان وڏو مندر هوندو هو. محمد بن قاسم جي حملي وقت هن مندر کي تباهه ڪيو ويو ۽



پوءِ هندن انهيءَ جاءِ تي ٻيهر اهو مندر اڏايو. انگريزن جي دؤر ۾ هتي هر آچر تي ميلو لڳندو هو. ميرن جي دور ۾ هتي مسجد ۽ انگريزن جي دور ۾ گرجا گهر

تعمير ڪيا ويا. هتي ميرن پاران لائيٽ هائوس ۽ انگريزن پاران واٽر بريڪ ٺاهيا ويا. مندر ۾ ڏيئو مسلسل ٻرندو رهندو هو. ميرن جي سرڪار پاران هن مندر لاءِ سرڪاري طور تيل ٻه ڏنو ويندو هو. هن مندر جو ڪافي حصو هن وقت والارجي چڪو آهي. هر نئين چنڊ تي جل پوڄا لاءِ سمنڊ، درياهه، واهه، چشمي يا ڍنڍ جي پاڻيءَ تي جانورن، مٺائي، ڪاڌي جي شين، ميون جي پرساد ورهائڻ کان سواءِ ڏيئا ٻاري پوڄا ڪئي ويندي آهي.

**دريا شيخ جي درگاهه:** هيءَ درگاهه ديهه ٺٽي تعلقي سيوهڻ، ضلعي ڄامشوري ۾ قاسم شاهه قبي جي اوڀر- ڏکڻ ۾، ٺٽي ڳوٺ لڳ ۽ شاهه حسڻ ڳوٺ کان 14 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي "52 '22 °26 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ "37 '39 °67 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي موجود آهي. دريا شيخ جو مقبرو 5.10x5.10 ميٽرن جو، اوچائيءَ ۾ 6 ميٽر آهي، جنهن جو مک لنگهه اوڀر ۾ آهي. ان جي مهاڙيءَ ۾ ٻيڙ هني تي چار برجيون نيل سان ۽ گنبذ نهيل آهن. گنبذ تي نيل آهي. اندر پانيل آهي، پر جوڙ- ڪندون نهيل نه آهن. مقبرو سادو روغن ٿيل آهي. گنبذ ڪماني پانيلن تي رکيل آهي. مقبري اندر هڪ ئي قبر بزرگ دريا شيخ جي آهي، جنهن تي ڪو به ڪتبو وغيره ڪو نه آهي. هي ڪلهوڙا دور جي اڏاوت جو نمونو آهي. هتي هر سال ميلو لڳندو آهي.

**دريانو مل:** مشهور سماج سڌارڪ شخص دريانومل مل ماتلي، ضلعي بدين جو رهاڪو هو. سندس وڏا ٽاٽي بولا خان جا رهاڪو هئا، جتان لڏي ٽنڊي غلام حيدر ۽ پوءِ ماتليءَ ۾ اچي آباد ٿيا. ڪاڪو دريانو مل هڪ صوفي ۽ فقير منش هو. هن پنهنجي عملي زندگيءَ جي شروعات ڪڙيي گهنور کان ڪئي، جتي هو اُن وقت آيو، جڏهن ڪيس اجا مڇن جي ساوڪ هئي. هو ڪڙيي گهنور ۾ ٻن ڪپڙن ۾ آيو ۽ هن پنهنجي ڪاروبار جي شروعات هڪ ننڍي مزدور جي حيثيت ۾ ڪئي، مزدوريءَ مان پئسا گڏ ڪري



ڪڙيي گهنور ۾ ذاتي ننڍي ڪاروبار جي شروعات ڪيائين. ان زماني ۾ ٽنڊي غلام حيدر ۽ تلهار جي وچ واري علائقي متاري بس اسٽاپ جي مين روڊ کان ڪڙيي گهنور تائين ڪچو رستو هو جتان رڳو بيل گاڏيون هلي سگهنديون هيون. دريانو مل ڀوهه جوانيءَ ۾ پنهنجي ننڍڙي دڪان جي مال جي خريداريءَ لاءِ ڪڙيي گهنور کان متاري بس اسٽاپ تان پيدل نڪرندو هو ڪڙيي گهنور ۾ ڪاروباري ترقيءَ کان پوءِ دريانو مل ماتليءَ ۾ ٽنڊي غلام علي روڊ تي 'آزاد رائيس مل' نالي ننڍڙو ڪارخانو قائم ڪري، ايمانداريءَ ۽ محنت سان هلايو جنهن کان پوءِ هو 'سيٺ دريانو مل' سڏجڻ لڳو. سندس ڪاوبار کي اجا جوڀن مس حاصل ٿيو ته ذوالفقار علي ڀُٽي طرفان ملڪ جي سمورن ڪارخانن کي قومي ملڪيت ۾ وٺڻ واري عمل هيٺ سيٺ درياني مل جو ڪارخانو ٻه قومي تحويل ۾ ورتو ويو. سندس بئنڪ اڪائونٽ منجمند (seize) ڪيا ويا. نتيجي طور سيٺ درياني مل جو ڪاروبار ڏڪجي ويو ۽ ڪيس ٻيهر محنت ڪرڻي پئي ۽ ٿوري عرصي اندر پنهنجي ايمانداريءَ ۽ سچن دوستن جي حلقي جي مدد سان ٻيهر پنهنجن پيرن تي بيهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. سيٺ درياني مل ڪاروباري دنيا ۾ هميشه سياست کان پاسيرو رهيو. هو ڪاروبار ۾ ناجائز نفعي کي پسند نه ڪندو هو. هن ڪاروباري دنيا ۾ ايمانداريءَ سان هڪ مثال قائم ڪري ورتو. هو ننڍڙي واپاريءَ سان اڳتي هلي سٺو زميندار، پيٽرول پمپن ۽ سي. اين. جي اسٽيشنن جو مالڪ بڻيو.

ڪڙيي گهنور ۾ رهائش دوران درياني مل جي شهيد فاضل راهوءَ سميت ڪيترن ئي اهلِ علم ماڻهن سان دوستي ٿي. ڪاڪو دريانو مل خود ٿورو پڙهيل هو، پر وڏي ڄاڻ رکندو هو. سٺن ماڻهن جي ڪچهرين ۾ ويهي انگريزي ٻه سکي ورتائين ۽ ڪچهرين ۾ ضرورت مطابق قرآن پاڪ جا ٻه حوالا ڏيندو هو. ڪاڪي درياني مل جو ظاهري واسطو هندو مذهب سان هو، پر هن ڪيترا مسلمان حج تي روانا ڪيا ۽ سندن خرچ پکو پاڻ ڀريو.

ڪاڪو دريانو مل انتهائي سخي ۽ هٿ جو ڪليل هو. پنهنجي خرچ تي ڪيترين غريب نياڻين جون شاديون ۽ ڪيترن ئي بيمارن جو علاج ڪرايائين. ڪيترين بيواهن جي گهرن جي چلهه ٻه ڪاڪي جي ڪري ئي ٻرندي هئي. ڪاڪي درياني مل ڪيترن مندرن ۽ مسجدن لاءِ چندا ڏنا ۽ انهن جون مرمتون ڪرايون. دوستيءَ ۾ نهايت مخلص هو. سندس هڪ دوست، ٽنڊي محمد خان جي رهواسي، عبدالعزيز خواجه ڪيس پنهنجو تازو ڄاول پٽ گود ڏنو، جنهن سان سيٺ درياني مل کي پٽ جي اولاد نه هئڻ جي ڪميءَ وارو احساس پورو ٿيو. ان ننڍڙي ٻار کي گهر ۾ رهائي پڙهايو. جيڪو اڳتي هلي سنڌ جو نامور فرض شناس پوليس آفيسر اي. ڊي خواجه بڻيو. اها ڪاڪي جي پالنا ئي هئي، جيڪا هن ايماندار پوليس آفيسر ۾ اڄ ٻه نظر اچي ٿي.

ڪاڪي درياني مل پنهنجي ملڪيت جو هڪ حصو پنهنجي زندگيءَ ۾ اي. ڊي. خواجه جي نالي ڪيو ۽ ٻيو حصو پنهنجن حقيقي وارثن ڀائرن ۽ ڀائٽين کي ڪيترا سال اڳ ئي ڏئي ڇڏيو. آزاد ڪشمير ۾ زلزلو هجي يا سنڌ ۾ ٻوڏ، سيٺ درياني مل متاثرن جي دل کولي مدد ڪئي.

ڪاڪي درياني مل 2011ع جي سنڌ جي مها برسات جي متاثرن جي تمام گهڻي مدد ڪئي، جن ماڻهن جا گهر لڙهي ويا هئا، تن جي وڏي مالي مدد ڪيائين.

هن ڪوهستان جائي ۽ فقير صفت انسان، ڪاڪي درياني مل، 9 ڊسمبر 2011ع تي لاڏاڻو ڪيو.

**درياڻي، هري دلگير:** سنڌ هند جي پهرين صف جو ناميارو جديد شاعر هري دلگير درياڻي، 15 جون 1916ع تي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو. پيءُ جو نسترهون ۽ آخري ٻار هو. سندس والد گرڌنو مل درياڻي، فرسٽ ڪلاس ريزيڊنٽ مئجسٽريٽ هو. هري دلگير شروعاتي ٽي سال پرائمري تعليم لاڙڪاڻي ميونسپالٽيءَ جي سنڌي اسڪول مان حاصل ڪئي. جتي هوشيار هئڻ ڪري ڊبل پروموشن



ورتائين. بعد ۾ لاڙڪاڻي ۾ پليگ جي بيماري پوڻ ڪري والد ۽ والده سان گڏ روهڙيءَ ۾ وڃي رهيو، جتي سندس والد فرسٽ ڪلاس ريزيڊنٽ مئجسٽريٽ هو. اتي ٽيون ۽ چوٿون درجو انگريزي پڙهڻ ڪان پوءِ باقي تعليم گورنمينٽ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي مان ورتائين، جتان 1934ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪيائين. مئٽرڪ ۾ پريو وفا (مشهور شاعر) سندس هم ڪلاسي هو. مئٽرڪ پاس ڪرڻ ڪان پوءِ هري دلگير بي. ايس. سي (B.Sc) ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ مان ۽ بي. اِي (سول) N.E.D انجنيئرنگ ڪاليج ڪراچيءَ مان 1941ع ۾ (بمبئي يونيورسٽيءَ مان) پاس ڪئي. 1942ع ۾ سرڪاري ملازمت ۾ داخل ٿيو. پهرين اوورسيئر ٿيو، پوءِ سب انجنيئر ۽ آخر ۾ ايگزيڪيوٽو انجنيئر رهيو. هن لاڙڪاڻي، دادو، حيدرآباد وغيره ۾ ملازمت ڪئي ۽ فرض شناسيءَ، محنت ۽ ايمانداريءَ ۾ پنهنجو نالو ڪڍايو.

هري دلگير کي ادبي ماحول گهر ۾ ئي مليو. سندس پيءُ گرڌنو مل شاعر هجڻ سان گڏ اخبارن ۾ مضمون پڻ لکندو هو، جنهنڪري هن جي گهر ۾ ڪتابن جو چڱو ذخيرو موجود هوندو هو. چوٿين درجي انگريزيءَ ۾ پڙهڻ دوران هري دلگير، ڪشنچند بيوس جو ڪلام 'شيرين شعر' پڙهي ان ڪان بيحد متاثر ٿيو ۽ هن ۾ به شاعري ڪرڻ جو جذبو جاڳيو.

هري دلگير پهريون شعر 10، 11 سالن جي عمر ۾ لکيو. لاڙڪاڻي ۾ ان وقت مشاعرا گهٽ ٿيندا هئا. هري دلگير جي دوستي هوندراج دکايل سان ٿي، جيڪو هن ڪان ڇهه ست سال وڏو هو ۽ قومي هلچل جو سرگرم اڳواڻ ۽ جوشيلو شاعر هوندو هو. پريو وفا ته اڳيئي سندس دوست هو. ان ڪان سواءِ ان ئي وقت ۾ هري دلگير جي ڪشنچند بيوس سان پڻ صحبت ٿي. اٿين هن کي شاعري ڪرڻ جو وڌيڪ اُتساهه مليو. هري دلگير جي همعصرن ۾ پريو وفا، رام پنجواڻي، گوبند ڀاٽيا ۽ ٻيا شامل هئا. 1930ع ۾ هري دلگير جو پهريون شعر، شڪارپور مان بولچند راجپال جي ادارت هيٺ نڪرندڙ مشهور سنڌي رسالي 'سنڌو' ۾ ڇپيو. ساڳئي سال سندس هڪ شعر لاڙڪاڻي جي هڪ هفتيوار اخبار ۾ ڇپيو، جيڪو ان وقت جي مشهور شاعر نواز علي 'نياز' جعفريءَ جي نظرن مان گذريو، جنهن هري دلگير جي دل کولي همت افزائي ڪئي ۽ کيس علم عروض جي ڄاڻ ۽ شاعريءَ جي سکيا ڏني. هري دلگير هڪ هنڌ لکيو آهي ته، "استاد نواز علي 'نياز' ڪان مون شعري فن سکيو ۽ بيوس سائين (ڪشنچند) ڪان ڪويتا جي پرک پرايم." اهڙيءَ طرح نواز علي 'نياز' ۽ ڪشنچند 'بيوس' هن جا شعر ۾ اُستاد ٿيا. انهيءَ وقت لاڙڪاڻي ۾ طرحي مشاعرا ٿيندا هئا، مصرع طرح گهٽو ڪري اردوءَ مان ترجمو ڪري ڏني ويندي هئي، جنهن تي شاعر پنهنجو شعر جوڙيندا هئا. اهڙي ئي هڪ مشاعري ۾ هري دلگير پنهنجو شعر پڙهيو ان وقت سندس عمر 14 سال هئي. انهيءَ شعر تي کيس تمام گهڻو داد مليو. NED ڪاليج ۽ ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۾ پڙهڻ دوران هري دلگير جي شاعري خوب پروان چڙهي، هن خوب لکيو ۽ نالو ڪڍيو اتي ئي ڪاليجي تعليم دوران هي رومانوي رنگ ۾ رڱجي ويو ۽ 1939ع ۾ نانڪي هنگوراڻيءَ سان سندس شادي ٿي. 1941ع ۾ 'سنڌو' رسالي جي ايڊيٽر بولچند وسومل راجپال، هري دلگير کي رسالي جي شاعريءَ واري پاڱي جو انچارج مقرر ڪيو جيڪا ذميواري هن اڍائي سالن تائين نڀائي. 1941ع ۾ مشهور ڪهاڻيڪار امر لعل هنگوراڻيءَ سان گڏجي هن 'ساهتي' رسالو ڪڍيو جيڪو رسالو ڪرائون سائيز جي 20 صفحن تي مشتمل هوندو هو ۽ اُن جي قيمت هڪ آنو هوندي هئي. ان رسالي جون ان وقت ڇهه هزار ڪاپيون نڪرنديون هيون. فتح چند واسواڻي، جيڪو حيدرآباد مان 'سنڌي ساهتيه' رسالو ڪڍندو هو، اُن هري دلگير جو پهريون طبعزاد شعري مجموعو 'ڪوڏ' 1941ع ۾ ڇپايو. هري دلگير جو ٻيو شعري ڪتاب 'هرشچندر جيون ڪوتا' 1942ع ۾ ڇپيو. جن ٻنهي ڪتابن تي ڪيس سنڌ سرڪار جي قائم ڪيل 'سنڌي ساهتيه لاءِ صلاحڪار بورڊ' پاران انعام ڏنو ويو. هري دلگير 1946ع ۾ ٻارن جي رسالي 'گل ڦل' ۽ 'گلستان' جي شاعريءَ جي پاڱي جو ايڊيٽر پڻ رهيو.

1955ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ هندستان مان هجرت ڪري آيل پناهگير مسلمانن فساد ڪرايا، ان موقعي تي ڪن دوستن هري دلگير کي سنڌ ڇڏڻ جي صلاح ڏني، پر هن مادر وطن کي ڇڏڻ ڪان انڪار ڪري ڇڏيو. 5 ڊسمبر 1955ع تي هري دلگير جي والد وفات ڪئي، پوءِ به هن سنڌ نه ڇڏي. 1957ع ۾ سندس امڙ به لاڏاڻو ڪري وئي. ماءُ جي وفات ڪان پوءِ هڪ ڀيرو ڀارت جو چڪر هڻي آيو. جتي دوستن کيس هند اچڻ لاءِ چيو پر پوءِ به هن سنڌ نه ڇڏي. اتان واپس سنڌ موٽي اچڻ بعد ماءُ ۽ پيءُ جي عدم موجودگيءَ ۾ اداس گذارڻ لڳو. ان وچ ۾ پاڪستان جون حالتون سڄڻ ۽ محب وطن ماڻهن لاءِ ڪجهه ڏکيون ٿي ويون. نيٺ هڪ ڏينهن هن دوستن جي زور ڀرڻ تي ڀڳيءَ دل سان سنڌ ڇڏڻ جو فيصلو ڪيو. ائين هري دلگير 1958ع جي آخر ۾ سنڌ سان الوداع ڪري، جنوري 1959ع ۾ آديپور (ڪڇ) ۾ وڃي مستقل طور رهيو. پاڻي پرتاب مشن پاران متس نون ڪاليجن کولڻ جو ڪم رکيو ويو. گانڌيڌام ۾ ڪجهه اسڪول سندس دوست هوندراج دکايل جي قائم ڪيل مئٽري منڊل پاران هندي ميڊيم ۾ اڳ ئي هلندا هئا. هري دلگير هن اداري جو ٽرسٽي سيڪريٽري مقرر ٿيو ۽ هوندراج دکايل ٽرسٽ جو مکيه ميمبر هو. اهڙيءَ ريت هري دلگير پهرين اتان جي تولاڻي انجنيئرنگ انسٽيٽيوٽ جو باني پرنسپال ٿيو. بعد ۾ 1961ع ڌاري آديپور ۾ پوليٽيڪنڪ ڪاليج قائم ڪيو. تولاڻي خاندان جي هنن تعليمي ادارن جي سار سنڀال سان گڏ هري دلگير 1961ع ڪان 1973ع تائين گانڌيڌام ڪوآپريٽو بئنڪ جو چيئرمئن پڻ رهيو. 1968ع ۾ ڪانگريس جي ٽڪيٽ تي گانڌيڌام ميونسپل جو صدر به چونڊيو، پر راڄنيتي رمزن مان بيزار ٿي ميمبريءَ جي مُدي پوري ٿيڻ ڪان ٽي سال اڳ ئي استعيفا ڏئي ڇڏيائين. هي گانڌيڌام روٽري ڪلب جو صدر، گانڌيڌام ميونسپالٽيءَ جو صدر (1965ع) به رهيو. سندس واسطو 'ساهتيه اڪادمي' ۽ هند سرڪار جي سنڌي صلاحڪار بورڊ، نيشنل بوڪ ٽرسٽ، گجرات ساهتيه اڪادمي، بمبئيءَ ۽ گجرات جي يونيورسٽين جي سنڌي بورڊن سان زندگيءَ جي آخرين گهڙين تائين برقرار رهيو. هري دلگير سنڌي ساهتيه اڪادمي گجرات جو 1994ع ڪان 1999ع تائين چيئرمئن به رهيو.

هري دلگير جي ڇپيل ڪتابن ۾: (1) ڪوڏ (1941ع)، (2) هرشچندر جيون ڪوتا (1942ع)، (3) موجي گيت (ڪشنچند بيوس سان گڏ: 1942ع)، (4) ماڪ ڦڙا (نارائڻ شيام سان گڏ: 1953ع)، (5) موج ڪئي مهراڻ (1966ع)،

(6) ڪھاڻي ڪرم يوڳيءَ جي (1975ع)، (7) پل پل جو پڙلاءُ (1977ع)، (8) امر گيت (1981ع)، (9) مزيدار گيت (ٻارن لاءِ 1983ع)، (10) رولو آواز (1984ع)، (11) گيت گلابي (ٻارن لاءِ 1987ع)، (12) چولو منھنجي چڪ ۾ (آتم ڪٿا: 1987ع)، (13) جھنگلي گُل (1988ع)، (14) پرولیون (ٻارن لاءِ 1991ع)، (15) جب صاحب (1991ع)، (16) لهرن لڪ لباس (1993ع)، (17) اڪيلو چنڊ (1998ع)، (18) صبح جو سهاڳ (2001ع)، (19) گند منھنجي گوڏ ۾ (آتم ڪٿا: ڀاڱو ٻيو: 2003ع)، (20) جيءَ جيءَ جيءَ ڙي جيءَ (2003ع)، (21) گاهہ ڪليا گس گس (ترائيل: 2004ع) وغيره شامل آهن.

هري دلگير جا هيٺان ڪتاب ترتيب ڏنل آهن:

(1) بيوس جو چونڊ ڪلام معنيٰ سان (1988ع)

(2) بيوس جي ڪوتا جو جائزو (1993ع)

(3) آزادي آندولن جا گيت (1994ع)

هري دلگير جي ڪتابن ۽ سندس علمي ادبي خدمتن تي کيس ڪيترائي اوارڊ مليا، جن ۾:

(1) ڪتاب 'پل پل جو پڙلاءُ' تي 1979ع ۾ ساهتيہ اڪيڊمي اوارڊ، (2) 'مزيدار گيت' تي سينٽرل هندي ڊائريڪٽوريٽ، گورنمينٽ آف انڊيا، نئين دهلي پاران اوارڊ (1984ع)، (3) 'رولو آواز' تي هند سرڪار جو انعام (1985ع)، (4) ادبي خدمتن تي 'پريہ درشني اوارڊ' (1992ع)، (5) گجرات ساهتيہ اڪيڊمي اوارڊ (1993ع)، (6) بهترين شاعريءَ تي 'نارائڻ شيام اوارڊ' (1996ع)، (7) سنڌي ادب جي واڌويجهہ لاءِ ڪوشش تي 'انڊس انڊ اوارڊ' (1998ع) ۽ (8) لائيف اچيومينٽ اوارڊ ۽ 51000 روپيا روڪ ساهتيہ اڪادمي دهلي پاران (2003ع) ۽ ٻيا ڪيترا شامل آهن.

هري دلگير جي شخصيت، شاعري، فن ۽ فڪر تي هيٺيان ڪتاب ڇپجي چڪا آهن:

(1) سدا هجن هوت حيات (سنگيتا پبليڪيشن، ٻڙودا: 1986ع)

(2) هري دلگير- هڪ اڀياس (پگوان نردوش: 1992ع

(3) هري دلگير- شخص ۽ شاعر (آشا رنگواڻي: ايم فل جي ٿيسز: 1999ع)

(4) هري دلگير (سنڌو جوت دهليءَ جو خاص نمبر)

هري دلگير درياڻي، 12 اپريل 2004ع تي گانڌيڌام ۾ وفات ڪئي.

**درياهہ** (River): دنيا جا سمورا درياهہ، ڌرتيءَ جي پاڻيهاري تهہ (Hydrosphere) جو هڪ اهم حصو ۽ قدرتي پاڻيءَ جو ڦيرو (Hydrological Cycle) آهن. ان ريت قدرتي پاڻيءَ جو هڪ اهڙو مستقل وهڪرو يا ندي، جيڪا ڪن ڍنڍن (Lakes)، وڏن جبلن ۽ جبلن تان ڳريل برف (Glaciers) وارو تازو پاڻي کڻي، پنھنجي خاص رستي سان وهندي، ڪنهن سمنڊ، نار (gulf) يا ٻرپٽ ۾ وڃي چوڙ ڪندي هجي تہ ان کي درياهہ چئجي ٿو هر درياهہ سان سندس وهڪ واري رستي ۾، پرتي ڪنڌڙ ننڍيون نديون (tribuleries)، نئيون ۽ جهرڻا اچي ملندا آهن. اهڙو پربو تربو درياهہ (mature river) ننڍين ندين، جابلو نئين (Riverine and Rivulet) کي پاڻ سان گڏ کڻي هلڻ واري حيثيت (River Capture) ۾ پاڻيءَ جو وڏو وهڪرو (course) جوڙي هلي ٿو پاڻيءَ جو اهو وڏو وهڪرو ٻنهي ڪنڌن (banks) سان هڪ وڏو سيرابي علائقو (Catchment Area) رکندو آهي، جيڪو ان درياهي پاڻيءَ جي اُٿل تي آباد ٿيندو آهي ۽ زرعي اُپت ڏيندو آهي.

دنيا جي سمورن درياهن جي پاڻيءَ جو وجود بارفاني چِهن/ گليشيئرن جي وگهرڻ ۽ مينهوڳيءَ تي قائم آهي ۽ اهو گليشيئرن جي پاڻيءَ (Glaciers water) جي گهٽائي ۽ سانوڻيءَ جي وسڪارن سبب تار ٿي وهندو آهي. اهڙيءَ ريت اها خاص ندي سدا وهندڙ درياهہ (Perennial River) يا دائم درياهہ طور ٻاروهي تار وهندو آهي، جن ندين يا درياهن ۾ پاڻيءَ جي گهٽتائي هوندي آهي، اُهي مند (season) تي آڌاريل هجي، اُتي اهي نديون، مندائتي درياهہ (Seasonal River) جي حيثيت ۾ سال جا رڳو ڪجهہ مهينا ئي وهنديون آهن.



دنيا جا سمورا درياهہ پنھنجي لنگهہ واري زمين ۾ ڪاڌ ڪري پنھنجي واٽ جوڙيندي اڳتي وڌندا آهن.

درياهہ ۽ درياهہ جي مسئلن تي سڄي دنيا ۾ ساراهڻ جوڳو ڪم ٿيو آهي. 1957ع ۾ وولمئن (Wolman) ۽ ليوپولڊ (Leopold) وڪڙ وارن درياهن (Meandering Rivers) ۽ سال 1964ع ۾ پوپووَ (Popove) غير وڪڙ وارن درياهن (Non-meandering Rivers) جي درجابندي ڪئي. سال 1965ع ۾ آبپاشيءَ جي ٻن انجنيئرن: نيونس (Nevins) ۽ سائمنس (Simons)، درياهن جي گڻن (Characteristics) جي آڌار تي يورپ ۽ دنيا جي درياهي مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ هڪ اڀياس پيش ڪيو. سال 1968ع 'زميني ورن جي هڪ ڄاڻڪ' (Geo-morphologist) درياهن جي جُڙڻ جو هڪ بنيادي اڀياس پيش ڪيو ان ريت انيڪ سائنسدانن جي ڪوشنا واري ڪم سبب 'ڪل درياهي نظام' (Whole Rivers System) ۽ درياهي گڻن تي آڌاريل درجابنديءَ (Classification of Rivers on the Base of Characteristics) وارو ڪم مڪمل ٿي سامهون آيو.

ويهين صديءَ ۾ ئي وليئم مورس ڊيوس (William Morris Davis) درياهي ڪاڌ جي ڦيري (Cycle of erosion) جي ترڪيب سان گڏ درياهن جي درجابندي (Classification) سندن عمر جي آڌار تي ڪئي. سندس انهيءَ مفروضي (Hypothesis) تي 1950ع کان 1960ع تائين زميني ورن جي ڄاڻڪن پاران مٿس ڏاڍي تنقيد ٿي، ان هوندي بہ اڄ ڏينهن تائين سندس 'ڊيوس نظام' (Devis System) ڪيترن ئي ليکڪن پنھنجن



ڪتابن جي متن (text) ۾ ڏنو آهي، جنهن مطابق درياهن جي درجابندي سندن ڳڻن (Characteristics) ۽ سندن عمرن جي آڌار تي هن ريت آهي:

**الهڙ درياهه (Youthful River):** الهڙ درياهه، هڪ اهڙو درياهه آهي، جنهن کي تمام گهڻيون لاهيون چاڙهيون ۽ ٿوريون پرتي ڪنڌڙ نديون (tributaries)هجن ٿيون، ان جي پاڻيءَ جو وهڪرو گهڻو ڪاٽ ڪندڙ ۽ گهٽ ويڪر وارو هوندو آهي. جهڙوڪ: آمريڪا جي گڏيل رياستن جو بريزوز درياهه (Brazos River)آهي، جيڪو 1352 ڪلوميٽر/ 840 ميل ڊگهو آهي ۽ ميڪسيڪو نار (Gulf Mexico) ۾ وڃي ڇوڙ ڪري ٿو.

**پرپور درياهه (Mature River):** پرپور درياهه، هڪ اهڙو درياهه جيڪو تمام گهڻيون پرتي ڪنڌڙ نديون رکندو هجي، گهٽ لاهيارو ۽ چاڙهيڪن وارو هجي، هن جي پائڻ واري سگهه گهٽي هجي ۽ آڳاٽي درياهي ڪاٽ جي ڪري ان جي ويڪرائپ وڌيڪ هجي. هن درياهه جي پاڻيءَ جو اخراج (Discharge) به اعليٰ درجي وارو هجي. جهڙوڪ: گڏيل آمريڪي رياستن جو مسيسيپي درياهه (Mississippi River) ۽ مشرقي يورپ (Eastern Europe) جو ڊينوب درياهه (Danube River) آهي، انهن مان مسيسيپي درياهه جي ڊيگهه 6275 ڪلوميٽر/ 3902 ميل آهي ۽ سيرابي علائقو (Catchment area) اوڻٽيهه لک اسي هزار چورس ڪلوميٽر ($2,98000\ km^2$) آهي، جڏهن ته هن درياهه جي پاڻيءَ جو اخراج (discharge) 19600 ڪيوبڪ ميٽر في سيڪنڊ ($19,600\ m/s^3$) آهي. هي درياهه ميڪسيڪو نار (Gulf of Mexico) ۾ وڃي ڇوڙ ڪري ٿو جڏهن ته ڊينوب درياهه (Danube River) جي ڊيگهه 2888 ڪلوميٽر/ 1795 ميل آهي ۽ ان جو سيرابي علائقو (catchment area) اٺ لک سترهن هزار چورس ڪلوميٽر ($8,17000\ km^2$) آهي. هن جي پاڻيءَ جو اخراج 7130 ڪيوبڪ ميٽر في سيڪنڊ آهي. هي درياهه مشرقي يورپ جي ملڪن: رومانيا (Romania)، سلواڪيا (Slovakia)، هنگري (Hungary)، آسٽريا (Austria)، جرمني (Germany) ۽ بلغاريا (Bulgaria) مان لنگهي ’ڪاري سمنڊ‘ (Black Sea) ۾ وڃي ڇوڙ ڪري ٿو.

**جهونو درياهه (Old River):** هڪ اهڙو درياهه، جيڪو گهٽ لاهين ۽ چاڙهين وارو ۽ پائڻ جي گهٽ صلاحيت رکندڙ هجي، ترو گهٽ هئڻ جي ڪري وڌيڪ ڪچي جو ميداني علائقو سيراب ڪندو هجي. سنڌو، گنگا ۽ نيل درياهه ان جا مثال آهن.

**نو- ورنو درياهه (Rejurented River):** نو- ورنو درياهه، هڪ اهڙو درياهه آهي، جنهن جون لاهيون ۽ چاڙهيون، جڙيل تاسرين (Tectonic Plates) جي حرڪت سبب مٿي اُسري ۽ اُڀري آيون هجن، اُن جي خاص درياهي واٽ ۾ مٿيون ۽ هيٺيون وهڪرو گوگڙائون- ميخ دار نموني (Bradshaw Model) وارو هجي ٿو اهڙي درياهه جو مٿيون ۽ هيٺيون وهڪرو الڳ الڳ صفتون (Characteristics) رکندڙ هجي ٿو مٿين وهڪري جي انتظامي سرشتي (river regime) ۾ طاقت ۽ ضابطي جو لاڳاپو لهواري وهڪرو (channel slope)، ان جي گهرائي (depth)، ويڪرائپ (width)، پاڻيءَ جي وهڪ ۽ اخراج (discharge) تي آڌاريل هوندو آهي.

هر درياهه منڍ ڪان وٺي ڇوڙ تائين پهچندي پهچندي پنهنجي لنگهه واري گس کي زندگيءَ جا انيڪ روپ ڏيندو انهيءَ علائقي جي جاگرافيائي صورتحال کي بهتر ڪندو، مانداڻ جو حياتياتي سرشتو (Ecosystem) به جوڙيندو وڃي ٿو ان لاءِ هوتي مرحلا (stage) طئي ڪري ٿو.

**درياهي جابلو مرحلو (Mountain stage of River):** هي درياهه جو منڍ ۽ شروعات (source point) آهي، جيڪو برفاني تڪر (گليشيئر)، جهرڻو يا ڪا مها ڍنڍ به ٿي سگهي ٿي، جتان درياهه اُسري پنهنجو گس جوڙيندو جابلو ۽ ميداني علائقي ۾ ڪاٽ ڪندو، ڪڏهن ميدانن ته ڪڏهن ڪنهن



چور لڪ (Gorge) سان ڪاسوڙا ڏيندو وهندو آهي. هو گس ۾ هوائي وڇوٽيون (wind gaps) ناهڻ سان گڏ، نرم مٽي وهائي ڍنڍون، ڍورا، تل ۽ ترايون پڻ جوڙيندو ايندو آهي. اهي سڀ درياهه جي ڪاٽ ڪرڻ واري عمل جي نتيجي ۾ جڙندا آهن. مٿانهن پٽن يا جابلو ليڙن تان پاڻيءَ هيٺ ميداني علائقي ۾ لهڻ سبب پاڻي ڪرڻ واري ڪونار واري هنڌ ۾ وڏا پيرَ ۽ پرون (meanders) پيون پرنديون آهن. اها جڳهه درياهه جي ڪوناري/ ترائيءَ جو لنگهه (Pot Hole) سڏبي آهي. درياهه جابلو علائقي کي ڇڏي جيئن ميداني گس وٺندو آهي، تيئن ان جو پيٽ ويڪرو ٿيندو ويندو آهي. درياهي مٿانهن پٽن واري چاڙهيڪن تان لهندي، ڪٿي ڪٿي آبشار/ درياهي جهرڻا (river fall) ناهيندو آهي ۽ گس ۾ ايندڙ پٿرن کي ڪُوري گسائڻ ۽ لسائڻ وارو ڪم به ڪندو ويندو آهي. ان ريت تمام گهڻي لٽ (slit) ۽ بيا مادا پاڻ سان نيئي آٽي ميداني علائقي ۾ لٽ جا ته جوڙيندو ويندو آهي، جيڪا ميداني علائقي کي زرخيزي (fertility) ڏيڻ سان گڏ انهن ميدانن کي مٽيرو به

ڪندي ويندي آهي. ڌرتيءَ جي اُتر قطب وارن درياهن جو وهڪرو سدائين ڏکڻ کان اُتر طرف هوندو آهي ۽ ڏکڻ قطب وارا درياهه سدائين اتر کان ڏکڻ ڏانهن وهندي 'درياهي پيرا' (River Traces)/ درياهي چاڙهيڪا (River stairs) پاڻيءَ جي وهڪ جي لاڳيتي تسلسل کي قائم رکندا آهن، ان کي مٿيون وهڪرو (Upstream) چوندا آهن.

**درياهه جو ميداني مرحلو (Plain stage of River):** درياهي جوڙجڪ ۾، درياهه مٿانهين پٽن ۽ جبلن تان لهندي ترائي واري پٽن ۾ پاڻ سان آندل ڪاڌ جي لڙهي آيل سموري ڳري تلڇٽ (bed load) ۾ رائي ۽ لٽ سان



وسيع درياهي پيٽ ۽ وڏو ميداني علائقو جوڙڻ سان گڏ، درياهي ڪنڌين کي کوري پنهنجو پيٽ به وڏيڪ وسيع ڪندو ويندو آهي. ميداني علائقن ۾ ڪي درياهه وٽ به کائيندا آهن. اهو درياهي موڙ (river band) درياهه جي تک کي وڌائيندو آهي.

**درياهه جو ڊيلٽائي مرحلو (Deltic Stage):** جتي درياهي وهڪري جو ڇوڙ ٿيندو آهي ۽ اهو سمنڊ يا ڪنهن ڍنڍ ۾ ڇوڙ ڪندو آهي، اُتي پاڻيءَ جو



وهڪرو نهايت آهستي آهستي وهندو آهي. انهيءَ جڳهه تي درياهي پاڻيءَ جي وهڪ کي هيٺيون وهڪرو (down stream) چوندا آهن. اتي گهڻو ڪري زمين جي سطح موزون ۽ درياهه جي بيهڪ سامهون بلڪل هموار هوندي آهي ته پوءِ درياهه ڪيترن ئي ڦاٽن ۾ ورهائجي ٽڪنڊي واري شڪل (r = delta) ۾ وهندو آهي، انهيءَ ٽڪنڊي علائقي کي ڊيلٽائي هنڌ (delta bad) چئجي ٿو انهن ڦاٽن وچ ۾ قدرتي طور لتاشا بند ٺهي پوندا آهن. ڪن حالتن ۾ اتي ڏهٽيون به اُسري ايندڙيون آهن. اهي ڊيلٽائي، هنڌ درياهه جي ڇوڙ واري علائقي جي خاص ايراضيءَ ۾ ٿين ٿا، جيڪي سامونڊي پٽيءَ کي ويجهو هوندا آهن. اهڙي ڊيلٽائي علائقي ۾ زرعي آبادي به اتم درجي جي ٿئي ٿي ۽ انيڪ قسمن جي آبي حيات به اتي واڌ ويجهه ڪري ٿي. اهي ڦاٽ پاڃاريءَ (ox bow) جي شڪل ۾ ڊيلٽا کي جوڙين ٿا، جتي درياهه ۽ سمنڊ جو پاڻي ميلاپ (estuary) ٿئي ٿو انهن وسيلي درياهي چاڙن، ٻيڙين، هوڙن ۽ ننڍن جهازن ۾ سمنڊ تائين اچ وڃ به ٿئي ٿي. انهن ڦاٽن تي ننڍا وڏا بندر به ٺهيل هوندا آهن، انهن کان تمام گهڻو هيٺ ڊيلٽا جي درياهي ڇيڙن ۾ سامونڊي پاسي کان ڪريڪ (weeks) به جڙن ٿا. دنيا ۾ ڪٿي ڪٿي اهي ڊيلٽا گهڻ مُنهاوان (multi mouths) به هوندا آهن. ان ريت اهڙا مرحلا طئي ڪري هڪ درياهه وڃي جڙي ٿو.

**دنيا جا ڪجهه مشهور ۽ وڏا درياهه:**

| درياهه جو نالو | درياهه جو ڇوڙ | درياهه جي لنگهه وارا ملڪ | درياهه جي ڊيگهه (ميل/ ڪ.م) | پاڻيءَ جو سراسري اخراج (ڪيوبڪ ميٽر/ سيڪنڊ) |
|---|---|---|---|---|
| نيل ندي/ درياهه (اڇو) | يونوچ سمنڊ | ايٿوپيا، سوڊان، يوگنڊا، تنزانيا، ڪينيا، رواندا، بروندي، مصر، ڪانگو | 4132 ميل/ 6650 ڪ.م | 5100 ڪ.م/ س. |
| ايميزان درياهه | ائٽلانٽڪ مهاساگر | برازيل | 3976 ميل/ 6400 ڪ.م | 219000 ڪ.م/ س. |
| يانگ زي درياهه | اوڀر چيني سمنڊ | ۾چين | 3917 ميل/ 6300 ڪ.م | 31900 ڪ.م/ س. |
| هوانگ هو درياهه | بوهل سمنڊ | چين | 3395 ميل/ 5465 ڪ.م | 2110 ڪ.م/ س |
| اوب درياهه | اوب جي نار | روس | 3364 ميل/ 5410 ڪ.م | 12800 ڪ.م/ س |
| پرانا درياهه | ريو ڊي لي پليجا | برازيل، ارجنٽائين، ٻولويا، يوراگوئي | 3030 ميل/ 4880 ڪ.م | 18000 ڪ.م/ س. |
| ڪانگو درياهه | ائٽلانٽڪ مهاساگر | انگولا، ڪانگو، تنزانيا، زمبيا، بروندي، رواندا | 2922 ميل/ 4700 ڪ.م | 41،8000 ڪ.م/ س. |
| لينا درياهه | ليپٽو سمنڊ | روس | 2736 ميل/ 4400 ڪ.م | 17100 ڪ.م/ س. |

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| ميڪانگ درياهه | ڏکڻ چيني سمنڊ | چين | 2705 ميل/ 4350 ڪ.م | 16000 ڪ.م/س. |
| نائيجر درياهه | گيوينيار نار | گني، مالي، نائيجيريا، الجيريا | 2611 ميل/ 4200 ڪ.م | 9570 ڪ.م/س. |
| وولگا درياهه | ڪئسپيئن سمنڊ | اولهندو روس | 2266 ميل/ 3650 ڪ.م | 8080 ڪ.م/س. |
| فرات درياهه | ايراني نار | ترڪي، شام، ايران | 2236 ميل/ 3596 ڪ.م | 856 ڪ.م/س. |
| ماڊيرا درياهه | اميزان درياهه | بوليوا، برازيل، پيرو | 2100 ميل/ 3380 ڪ.م | 31200 ڪ.م/س. |
| پوريس درياهه | اميزان درياهه | برازيل، پيرو | 1995 ميل/ 3211 ڪ.م | 8400 ڪ.م/س. |
| يوڪون درياهه | بيرنگ سمنڊ | ڪئناڊا، گڏيل آمريڪي رياستون | 1980 ميل/ 3185 ڪ.م | 6210 ڪ.م/س. |
| سائي فرانسڪو | ائٽلانٽڪ مهاساگر | برازيل | 1976 ميل/ 3180 ڪ.م | 3300 ڪ.م/س. |
| سنڌو درياهه | عربي سمنڊ | سنڌ/ پاڪستان | 1976 ميل/ 3180 ڪ.م | 7160 ڪ.م/س. |
| سينٽ لارينس درياهه | سينٽ لارينس نار | ڪئناڊا، آمريڪا | 1900 ميل/ 3057 ڪ.م | 10100 ڪ.م/س. |
| ريوگرينڊ درياهه | ميڪسيڪو نار | متحده آمريڪي رياستون، ميڪسيڪو | 1799 ميل/ 2989 ڪ.م | 82 ڪ.م/س. |
| ڊينوب درياهه | ڪارو سمنڊ | اولهه جرمني، آسٽريا هنگري | 1795 ميل/ 2888 ڪ.م | 7130 ڪ.م/س. |
| آمون درياهه | اولڊ سمنڊ | ازبڪستان، ترڪمانستا، تاجڪستان، افغانستان | 1628 ميل/ 2620 ڪ.م | 1400 ڪ.م/س. |
| گنگا درياهه | خليج/ بينگال | ڀارت، بنگلاديش، نيپال | 1560 ميل/ 2510 ڪ.م | 12037 ڪ.م/س. |
| ڪولورادو درياهه | ڪيليفورنيا نار | آمريڪا | 1450 ميل/ 2333 ڪ.م | 1200 ڪ.م/س. |
| دجلہ درياهه | شط العرب | ترڪي، ايران، عراق | 1218 ميل/ 1950 ڪ.م | |

دنيا جون قديم تهذيبون به درياهن جي ڪنارن تي ئي اسريون ۽ اوج تي پهتيون. قديم زماني کان تهذيب ۽ تمدن جو ڳانڍاپو ۽ مدار درياهن تي ئي رهيو آهي. هنن وڏن درياهن سان ڌرتيءَ تي موجود زندگيءَ جو وڏو ماحولياتي ۽ حياتياتي نظام جُڙيل آهي. انهن درياهن جي ڪنڌين ۽ سيرابي علائقن ۾ ٻيلا ۽ ٻي وڻڪار پيدا ٿئي ٿي، جنهن سبب ڌرتيءَ جو مينهوڳيءَ وارو ٻيلائي نظام (Tropical Rain Forest system) ۽ ساوڪ جي ٻين مُند وارو مانداڻ جڙي ٿو.

**درياهي حيات (Biotic of River):** دنيا جا سمورا درياهه، ڌرتيءَ کي عاليشان زرخيزي عطا ڪن ٿا. درياهه جي ڪچي واري علائقي (Flood Plain) ۾ آبڪلاٽي مند جي پڇاڙيءَ ۾ انيڪ فصل ٿين ٿا. جڏهن ته پڪي واري نهري نظام رکندڙ علائقن ۾ ناڻو ڏيندڙ فصل (Cash crop) جهجهي انداز



۾ ٿين ٿا. درياهن تي نه رڳوان جي پنهنجي خاص جيوت، پکي، مڇي ۽ ٻيا جانور رهن ٿا، پر هر درياهه تي آبڪلاٽي ۽ ٻين خاص مندن ۾ ڪيترا پرديسي پکي ۽ مڇين جا قسم به اتان خوراڪ حاصل ڪري جيئدان وٺن ٿا ۽ پنهنجي نسلي واڌ ويجهه به ڪن ٿا.

**درياهي بند (Dams of River):** درياهن جي مٿانهن ماڳن تي جابلو علائقي ۾ بند ٻڌي، پاڻيءَ جا ذخيرا گڏ ڪيا ويندا آهن. جنهن مان بجلي (electricity)پيدا ڪئي ويندي آهي ۽ اهي واڌو درياهي پاڻيءَ جا ذخيرا، پاڻيءَ جي کوٽ وارن ڏينهن ۾ ملڪ جي نهري نظام کي پاڻي فراهم ڪري، ملڪ ۾ زرعي اپت جي واڌاري جو سبب بڻجن ٿا.

هر درياهه پنهنجي وهڪ واري رستي سان ٽن طريقن جو ورتاءُ ڪري ٿو.

**(الف) درياهي ڪاڙ (Erosion of Water):** جتي درياهي منڍ هوندو آهي، درياهه انهيءَ جابلو جوءِ ۽ ميدانن ۾ تمام گهڻي ڪاڙ ڪري وڏو ۽ گهرو گس جوڙي ٿو. اهڙي درياهي ڪاڙ (Erosion of Water) واري عمل کي 'ڪاڙ/ ڪٽائو وارو عمل' چئجي ٿو.

**(ب) لٽ ۽ ٻيا مادا نيڻ (Transportation):** درياهه جي ڪاڙ سبب تمام گهڻي گاٽ ٿيندي آهي ۽ هر قسم جا ڳرا ۽ هلڪا مادا درياهي وهڪري ۾ شامل ٿي ويندا آهن. ان کي 'مادا نيڻ وارو عمل' (Transportation) چئجي ٿو.

**(ج) درياهه جو لٽاسجڻ (Deposition):** اها لٽ ۽ ٻيا مادا درياهي ڪنڌين ۽ خاص طرح سان درياهي ڇوڙ واري مُنهائن (Mouth of Rivers) وارن ميدانن ۾ لٽ جا تهه جوڙيندو رهي ٿو. اها لٽ ان علائقي کي مٽي ڪرڻ سان گڏ، زميني پوکي راهي واري سگهه ۽ ڳڻ کي بهتر ڪري ۽ زمين کي زرخيز بڻائي ٿي. انهيءَ عمل کي لٽاسجڻ (sedimentation) چئجي ٿو.

آبڪلاٽي واري منڊ ۾ درياهه جا ڪجهه قدرتي لقاءَ هن ريت آهن:

**درياهه جي پاٽڪ:** درياهه ٻوڏ جي ڏينهن ۾ اڪثر ڪنارن کي پائيندو آهي، ان عمل کي 'پاٽڻ/ پاٽڪ' چئبو آهي. ٻوڏ وارو پاڻي اُتل ڪائي ڪچي وارن علائقن ۾ ڪاڏ ڪري انهن کي ڪوري ويندو آهي ۽ ڏسندي ئي ڏسندي



ڪنڌيون درياهه جي نذر ٿي وينديون آهن. درياهه جي موج ۽ مستيءَ وارن ڏهاڙن ۾ اڪثر وڏا ديوقامت وڻ ۽ مٽيءَ جا وڏا ڏڙا ۽ ڍِبون درياهي وهڪري ۾ ڪورجي وهي ويندا آهن.

**درياهه جي ڇِڪڻ:** درياهه جنهن هنڌ پائيندو آهي، ان جي هيٺئين تهه جي سخت هئڻ سبب مٽيءَ جي ڇڪڻ نهي پوندي آهي. عام طور هونئن ته ڊِسڙ وارا ڪنارا درياهه جي وهڪ ۾ جهٽ پائجي ويندا آهن، پر ڪن هنڌن تي پائجي ويل ڊِسڙ ۽ ڪچي مٽيءَ وارن ڪنارن جي هيٺئين تهه ۾ زمين سخت ۽ چيڪي هوندي آهي، جيڪا درياهه گهٽ ڪوري سگهندو آهي، اتي تيز وهڪ جي ڪري 'ڪُن' جُڙي پوندو آهي، جنهن کي 'ڪُوڙو ڪُن' چوندا آهن.

**درياهه جو رڙڻ:** پڪي ۽ چيڪي مٽيءَ واري هنڌان درياهه جو پاڻي رڙاٽ ڪندو گذرندو آهي، جنهن کي درياهه جو رڙڻ به چوندا آهن.

**پڇول:** درياهه جي ڇڪڻ واري هنڌ تي اوپارو ۽ لهوارو پاڻي ملي 'پڇول' ٺاهيندو آهي، پاڻيءَ جو اهو اوپارو وَٽُ جنهنڪري پاڻي موٽ ڪائيندو آهي. هن هنڌ تان تارو ماڻهو توڙي ٻيڙيون مشڪل سان لنگهي پار پوندا آهن.

**درياهه جي تِڪَ:** هيءَ آبڪلاٽيءَ واري منڊ ۾، جڏهن درياهه موج يا روانيءَ ۾ وهندو آهي ته ڪنهن هڪ پاسي لٽ اوراڻيندو ويندو آهي، جنهنڪري اتي پاڻي تانگهو ٿيندو ويندو آهي. ان تانگهائيءَ سبب هونئن ته درياهي وهڪ سڌي سنواٽي ڏسبي آهي، پر ان هنڌ تري ۾ درياهي پاڻي تيز ڌار سان لنگهندو آهي. هن وهڪ جي خبر عام ملاح کي به ناهي پوندي. جاڻو ناڪئا ئي تانگهه جي وهڪ کي پري کان پرکي وٺندا آهن ۽ نقصان کان خبردار ٿي ويندا آهن. هن قسم جي وهڪ واري هنڌ تي اڪثر ٻيڙين جي ٻڏڻ جو انديشو هوندو آهي. ڌار جي ڏڪ بابت هڪ مشهور چوڻي آهي ته، "جو تڪ جي ور چڙهيو سو مور نه واپس وريو"

**درياهه جي سِير:** درياهه جي وچ واري تيز وهڪري کي 'سير' چئبو آهي، جتان پاڻي تيزيءَ سان سنڌو ڪري وهندو آهي.

**درياهه جو ڪُن:** درياهي وهڪري سبب ڇڪڻ جي هيٺان مٽان ٽڪريل پاڻيءَ جي موٽ تي وٽ ۾ ڪن ٺهندو آهي. ڪن ۾ پاڻي هميشه تيزيءَ سان ڦيرائيون ڪائيندو آهي، جنهن سبب ٻيڙين جي اونڌي ٿيڻ خطرو لاحق هوندو آهي.

**ڍورو:** درياهه جي ڪنهن به قدرتي وهڪري کي، جتان اهو وهڪرو پاڻي ڇڏي هٽي ويو هجي ته ان کي 'ڍورو' چئبو آهي.

ان سان گڏوگڏ هيٺيان ٻيا لقاءَ به درياهه سان لاڳاپيل آهن: درياهه جي آر، درياهه جي جهول، درياهي مٿار واري ڌار، درياهه جي موڙي، درياهه جو رنيڻ، تانگهو پاڻي، ڪسي يا ڪس، ڍُٻي، درياهه جون وهنڌڙون، درياهه جي ڪوپال، درياهه جون چُرون، درياهه جي ڇَر، درياهه جو ڪنب، درياهه جي ليٽ، درياهه جي ريل، درياهه جي ٻچل، درياهه جو ڪارونيار، درياهه جي پِير، درياهي پِرون، ۽ درياهي جڙڻ ۽ ٻيا اهڙا آبڪلاٽي مُنڊ وارا درياهي لقاءَ قدرتي عمل جا نظارا آهن.

لطيف سائين درياهه جو ذڪر هيئن ڪيو آهي:

ڪنڌيءَ جهليو ڪانهن، عاشق اُپو آهون ڪري،
تو ڪيئن ٻوڙي سهٽي، ٻيلي منهنجي ٻانهن،
درياهه تو تي دانهن، ڏيندس ڏينهن قيام جي!

(گنج: راهمون، 2011ع: 144.)

دهشت دَم درياهه ۾، جت ڪڙڪا ڪُن ڪرين،
ٻچل ٻاندي ٻار ۾، لَهريون لوڏا ڏين،
سَناوَرَ اُت سهميا، سڱاهيا نه سَندين،
جت ويريون واٽ نه ڏين، اُت ساهڙ سير لنگهائيين.

(رسالو: بلوچ، 2009ع: 383)

نڪو سنڌو سير جو، مَپ نه ملاحن.

(رسالو: بلوچ، 2009ع: 384)

**درياهه پير** (ماڳ): هيءَ ماڳ ڪراچيءَ ۾ واقع آهي. چيو وڃي ٿو ته هتي هڪ قديم قبرستان هو جڏهن ٻيٽ تي لهبو آهي ته پيراڌ فوٽ ڳچي وڃي ٿو قديم زماني جو ٺڪرائو پري پري تائين پکڙيل نظر اچي ٿو هتان سون ۽ چاندي جا سڪا به ملن ٿا. چوکنڊي جهڙيون قبرون به زبون حاليءَ ۾ موجود آهن. هتي جو ٺڪرائو جاڪي بندر جهڙو آهي. هي ٻيٽ 'درياهه پير' نالي مشهور آهي، جتي مهاڻن جو ميلو به لڳندو آهي، درياهه پير جي قبر هڪ وڏي دڙي وانگر آهي، ان قبر جي چوڌاري ننڍڙا پينگها ۽ چادرون پيون آهن. درياهه پير لنڌڻ ڪاريءَ جي اوپر واري ڪنڌيءَ تي آهي. هن قديم ماڳ جو ڳچ حصو لوڻ ڪاريءَ جي تري ۾ اچي ويو آهي. درياهه پير ماڳ تي لانچ ذريعي ابراهيم حيدريءَ کان ٽن ڪلاڪن ۾ پهچبو آهي.

**درياهي بادشاهه جو ميلو**: درياهي بادشاهه جو ساليانو ميلو 25، 26 ۽ 27 رجب تي ڳوٺ تڪيي جيوڻ شاهه، تعلقي حيدرآباد ۾ جهڻ موريءَ ڀرسان روڊ تي وڏي ڌام ڌوم سان ملهايو ويندو آهي. هن ميلي ۾ هر قسم جا ناٽڪ، سرڪس، ڀلن ڏڳن ۽ گهوڙن جي ڊوڙ جا انعامي مقابلا ٿيندا آهن. ملاڪڙي ۾ اتر ۽ لاڙ جي نامور پهلوانن ۾ ملهه جو مقابلو ٿيندو آهي. ميلي ۾ راڳ رنگ جي محفل به رچائي ويندي آهي، جنهن ۾ ريڊيو ۽ ٽي وي جا نامور فنڪار پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا آهن. ميلي ۾ ايندڙ هزارن جي تعداد ۾ مريدن ۽ عقيدتمندن لاءِ لنگر جو انتظام به هوندو آهي. هن ميلي ۾ چوپائي مال جو واپار به ٿيندو آهي.

**درياهي ڪينو/ درياهي ڪرو** (Indian River Tern/Sterna Auratia): هيءُ ميداني علائقي جو پکي آهي. هن جي جسامت 40 سينٽي ميٽر ٿئي ٿي. نر توڙي مادي شڪل ۾ هڪجهڙا ٿين ٿا. رنگ جو اڇو آهي ۽ اُن جو پڇ به ڦاڪو ٿيندو آهي. هن پکيءَ جو اکين تائين مٿي جو رنگ اونهاري ۽ بهار



۾ چمڪدار ڪارو رهندو آهي. هن پکيءَ جي چهنب پيلي رنگ جي، پير ڳاڙها، ڪنڌ جا پر ڪارا ۽ ڪنب سليٽي رنگ جا ٿين ٿا. اڪثر درياهه تي شڪار ڪندو آهي. جيتوڻيڪ مزاج ۾ گروهي پکي ناهي، پر ڪڏهن ڪڏهن ولرن جي صورت ۾ به ڏسبو آهي. پاڻيءَ ۾ هر هر ٽٻيون هڻي وهنجندو آهي. اهڙو عمل ڏينهن ۾ ڪيترا ڀيرا ورجائيندو آهي. هي پکي پاڻيءَ ۾ ٽٻي ڏيئي مڇي وغيره کي شڪار ڪندو آهي. هن پکيءَ جي مادي مارچ کان مئي مهيني ۾ آنا ڏئي ٿي. آنا گهڻو ڪري ڍنڍ جي ڪناري واريءَ ۾ لاهيندي آهي. هي پکي پنهنجو آکيرو ڍنڍ جي ڪناري سان ٺاهيندو آهي. هن جي آنن جو رنگ سائو خاڪي ٿيندو آهي، جن تي ناسي رنگ جا چٽ ٿيندا آهن. هي پکي پٽ يا دڙي تي آکيرو ٺاهيندو آهي. طبيعت ۾ ويڙهاڪ آهي. حملي آور تي جوابي الر به ڪندو آهي. خطري وقت زوردار چيخون ڪندو آهي.

**درياهي ڪڳو**: درياهي ڪڳو ڊيگهه ۾ ٻن اڍائي فوٽن تائين ٿئي ٿو ان جو وزن ٻن کان پنجن ڪلوگرامن تائين ٿئي ٿو ڪڳي ۾ وهه تمام گهٽي ٿيندي آهي، ان ڪري ڪڳو گوشت جيان ٽانڊن تي سيڪي کائبو آهي.

**درياءِ نور**: درياءِ نور هڪ هيرو آهي. مغل بادشاهه شاهه جهان جي ٺهرايل مهر جي شڪل جهڙي تاج ۾ به انمول هيرا ڪوهه نور ۽ درياءِ نور مڙهيل هئا. جڏهن نادر شاهه دهليءَ تي حملو ڪيو ته دهلي سلطنت جي سموري



دولت لٽڻ کان سواءِ تخت طاؤس به پاڻ سان گڏ کڻائي ويو. نادر شاهه کي دهليءَ مان ڪوهه نور، تاج ماهه ۽ درياءِ نور جهڙا هيرا مليا، جيڪي هن تخت طاؤس مان ڪڍرائي پاڻ وٽ رکيا. جڏهن نادر شاهه قتل ٿيو ته اهي ٽئي ناياب هيرا سندس پوٽي شاهه رخ کي مليا، پر جڏهن احمد شاهه درانيءَ مشهد تي قبضو ڪيو ته ڪوهه نور هيرو پاڻ ڪنيائين ۽ باقي به هيرا درياءِ نور ۽ تاج ماهه، محمد حسين خان قاچار جي حوالي ڪيائين. درياءِ نور هيرو ڀهرين ڪريم خان رند وٽ رهيو پوءِ لطف علي خان جي قبضي ۾ آيو ان کان پوءِ محمد علي قاچار ڪانئس ڦريو محمد علي شاهه قاچار جڏهن ايران مان ڀڄي وڃي روس ۾ پناهه ورتي ته درياءِ نور کي پنهنجي ذاتي ملڪيت ڄاڻايائين، پر جيئن ته اهو ايران جي سلطنت جي امانت هئي، ان ڪري اهو ايران کي واپس مليو ۽ اڄ تائين اتي ئي موجود آهي.

**دري پلارا**: دري پلارا پٺاڻن جو هڪ قبيلو آهي. پٺاڻ آفريدين جي هڪ ذات آهي، جنهن کي پشتو ۾ 'پريدي' سڏبو آهي. هن ذات وارن جو قبيلو ملڪ دين خيل دري پلارا سڏيو ويندو آهي. هي قبيلو مختلف شاخن ۾ ورهايل آهي، جن مان گل خان خيل، عمر خيل ۽ ڪالا ڪرماڻ شاخن وارا ڪراچي ۽ حيدرآباد سميت سڄيءَ سنڌ ۾ جهجهي تعداد ۾ آباد آهن. هي پٺاڻن جي قومي ٻولي پشتو ڳالهائيندا آهن ۽ مرد توڙي عورتون پٺاڻن جو ثقافتي لباس پائينديون آهن. مرد اڪثر ڪري سخت پورهيو ڪن. جڏهن ته عورتون گهريلو ڪم کان سواءِ روزگار لاءِ ٻاهر ڪو نه نڪرن. سنڌ ۾ رهندڙ هن قبيلي ۾ پڙهائيءَ جو رجحان تمام گهٽ آهي.

**ڏري ديرو ڍنڍ**: هيءَ ڍنڍ ضلعي جام شوري جي تعلقي سيوهڻ ۾ قديم ڳوٺ ٽلٽيءَ ويجهو آهي. هن ڍنڍ ۾ مڇيءَ جو چڱو شڪار ٿيندو آهي. هن ڍنڍ کي فشريز کاتي وارا نيلام ڪندا آهن. هن ڍنڍ تي هيڙيون به موجود آهن.

**دريشڪ** (ذات): دريشڪ ذات رندن جو هڪ پاڙو آهي. هن ذات وارا پاڻ کي جلال خان پٽ هوت جي اولاد مان ڄاڻائين ٿا. ڪرماڻي، منگواڻي، گلفاز، سرگاڻي، عرباڻي ۽ جسڪاڻي هن ذات جون نکون آهن. هي سترهين صديءَ جي آخر ۾ مزاري خاندان وارن ڪانپوءِ پنجاب ۾ آيا، ۽ سنڌ ۾ به مخصوص هنڌن تي آباد آهن.

**دريوڌن**: دريوڌن، مهاڀارت جو مکيه ڪردار ۽ ڪورون جو وڏو ڀاءُ هو. سندس پيءُ جو نالو ڌرتراشٽر ۽ ماءُ جو نالو گانڌاري هو. دريوڌن جو اصل نالو سُيوڌن (Suyodhana) هو. روايت موجب پانڊون جي پيءُ راجا پانڊوَ جي وفات بعد راجگدي کين نه ڏني وئي، ويتر ڪورون، پانڊون کي هر طرح جون اذيتون ڏئي، حڪومت مان ڪڍڻ تي چاهيو. پانڊون کي ملڪ بدر ڪيو ويو ۽ کين ساڙي مارڻ جي ڪوشش سان گڏ هر طرح جون اذيتون ڏنيون ويون. ان دوران دريوڌن، پانڊون کي دوکا ڏيندو رهيو. جڏهن نه پانڊوَ ڌرم ۽ نيتيءَ تي هلندا هئا. حڪومت ۾ کين حصو نه ملڻ تي پانڊون، پنهنجن سؤٽن ڪورون سان جنگ ڪرڻ جو اعلان ڪيو.

مهاڀارت جي يُڌ (جنگ) جي آخر ۾ جڏهن سڀ ڀائر مري ويا ته دريوڌن کي ڏاڍو ڏُک ٿيو ۽ هن کي گانڌاري پاڻ وٽ بنا ڪپڙن جي سڏ ڪرايو ته رستي تي شري ڪرشن کيس چيو ته ماءُ وٽ هن حالت ۾ وڃڻ مناسب نه آهي. ان تي هن پنهنجي ڪجهه جسم کي پنن سان ڍڪي ڇڏيو. جڏهن هو پنهنجي ماءُ جي ڪمري ۾ پهتو ته ماءُ اکين تان پٽي لاهي ڇڏي ۽ هڪ خاص قسم جي جوت نڪري، دريوڌن جي جسم تي ڪِري ته جيئن جنگ ۾ سندس جسم کي نقصان نه پهچي سگهي ۽ سندس سوڀ ٿئي، پر سندس اهو حصو جيڪو پنن سان ڍڪيل هو، سو رهجي ويو. هڻي ڏينهن ڀيم پانڊوَ گدا يُڌ (جنگ) واري مقابلي ۾ کيس ڪافي ڌڪ هنيا، پر متس ڪو به اثر نه ٿيو. تڏهن دريوڌن کي اهو وچن ياد آيو جڏهن دريوڌن، دروپديءَ کي پنهنجي ران تي ويهڻ لاءِ چيو هو ۽ ڀيم وچن ڪيو هو ته هو دريوڌن جي ران ضرور ڪَٽيندو. ان ڪري هن دريوڌن کي ران تي ڌڪ هنيا ۽ هو زخمي ٿي پيو ۽ آخر مري ويو.

**ڏڙپ جو مقام**: ڏڙپ جو مقام، ديهه جاگير-6، يونين ڪائونسل غيبي ديري، ضلعي قنبر- شهدادڪوٽ ۾ ڏڙپ نئن جي ڏاڪٽي ڪنڌيءَ تي واقع آهي. هن قبرستان ۾ هزارين ماڻهو دفن ٿيل آهن. جن ۾ چانڊيا قبيلي جي پاڙن تاماڻي، قاسماڻي، نورياڻي، ڏيپاراڻي ۽ عمراڻين جي وڏن جون مزارون آهن. هن تاريخي قبرستان ۾ چانڊين جي هڪ ويڙهو سردار ٽلو خان جو به مقبرو آهي، جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته هن بلوچستان ۽ افغانستان کان ايندڙ حملي آورن سان ڪيترا ڀيرا جنگيون ڪيون هيون. انهيءَ ڪانسواءِ سوالي، ٻاجهي، ٻائٽ خان، لالو فقير ۽ قائم سخي وغيره جهڙن فقيرن ۽ سردارن جون مزارون به هن مقام ۾ آهن. هن قبرستان جون ڪجهه قبرون پراڻي دؤر جي چوني سان به ٺهيل آهن.

**ڏُڙپ نئن**: ديهه جاگير-6، چڪ-8، يو سي غيبي ديري تعلقي قنبر ۾ واقع آهي. هن نئن تي ڪاچي ۾ وڏي آبادي ٿيندي آهي. هن نئن جي جابلو ٽڪريءَ جي ڏاڪٽي ڪنڌيءَ تي 'ڏڙپ' جو مشهور مقام ۽ 'ٽوپي' ٽڪري واقع آهن. هيءَ نئن لاڪاڻي جبلن کي پار ڪري بلوچستان جي 'ڪرچڪوءَ' کان برسات جي موسم ۾ پاٽي ڪٽي آڻي، پانڌي گهاڙي، ڪڙهه هرڙا ۽ ٻين علائقن کي سيراب ڪري ٿي. هن نئن جي تيز وهڪري سبب ان جي پر ۾ گهر نه ناهيا ويندا آهن. البت نئن جي ڏاڪٽي ڪنڌيءَ تي ٽڪرين مٿان مينهون خان چانڊيو، ڏٽي ڏنو خان چانڊيو ۽ شهيد نظام الدين چانڊيو ڳوٺ آباد آهن.

**ڏڙو**[1]: زمين جي سطح کان مٿانهين هنڌ کي ڏڙو ڪوٺيو وڃي ٿو. هن کي مختلف هنڌن تي مختلف نالن سان سڏيو ويندو آهي. مثال ٿرڙو، ڀڙو، دنب وغيره. ڏڙي جا ٽي مکيه قسم آهن: (1) طبعي: جيڪي ڪن قدرتي طاقتن (هوا، پاڻي) جي عمل سان ٺهن، (2) هٿرادو: جيڪي ماڻهو پنهنجي مقصد يا ضرورت سان ناهن ۽ (3) جيڪي بستين جي ڦٽڻ يا تباهه ٿيڻ ڪري ٺهن. پهرين ٻن قسمن جي ڏڙن کي غير ثقافتي ڏڙا چئجي ٿو ۽ آخريءَ کي



ثقافتي ڏڙا ڪري سڏبو آهي. پهرئين قسم جي ڏڙن ۾ بعضي قدرتي سببن کان سواءِ انساني عمل به شامل هوندو آهي، پر انهن ۾ ثقافتي وٿون يا تهه، جوڙ يا تسلسل وغيره نه هوندو آهي. ثقافتي ڏڙن ۾ ثقافتي وٿون، اهڃاڻ، سلسلو ۽ تهه جوڙ جي خاص ترتيب هوندي آهي. قديم آثارن جي حوالي سان ڏڙن کي وڏي اهميت هوندي آهي، ڇاڪاڻ ته پراڻيون بستيون گهڻو ڪري ڏڙن جي صورت ۾ هونديون آهن. انهن جي کوٽاين مان مليل وٿن ۽ سائنسي، ٽيڪنيڪي ڄاڻ مان ملڪن/ قومن جي تاريخ جا ورق جڙندا آهن. بهرحال کي ٿورا ماڳ قدرتي تبديلين جي ڪري زمين جي سطح کان هيٺ به دبيل ملندا آهن.

ٿر ۾ اهڙا ڪيترائي ڏڙا موجود آهن. اهڙيءَ ريت سنڌ ۾ ڪيترا تاريخي ماڳ ڏڙن جي نالن سان مشهور آهن. جهڙوڪ: لاڙڪاڻي ضلعي ۾ موهن جو ڏڙو، جهڪر جو ڏڙو، ميرپورخاص ضلعي ۾ ڪاهوءَ جو ڏڙو، نوابشاهه ضلعي (بينظير آباد)، دانهونءَ جو ڏڙو، ۽ سکر ۾ لاکين جو ڏڙو وغيره.

**ڏڙو**[2] **(شهر)**: هيءُ شهر ضلعي ٽنڊي جي تعلقي ميرپوربٺوري جو ٻيو نمبر وڏو شهر آهي. هن شهر کي ٽائون ڪاميٽيءَ جو درجو مليل آهي ۽ ان جي آدمشماري ڏهن هزارن جي لڳ ڀڳ آهي. هي شهر واپار جو مرڪز پڻ آهي. هي شهر سنڌو درياهه جي ويجهو هئڻ ڪري هتي ٻيلي جو ڪاٺ سنو ۽ سستو ملي ٿو ڪڇي کي ويجهو هئڻ سبب ڪافي تجارت ٿئي ٿي. هن شهر ۾ هڪ هائر سيڪنڊري اسڪول ۽ هڪ گرلز هاءِ اسڪول قائم آهي. هن شهر جي مشهور ماڻهن ۾ مشهور شاعر ۽ محقق موتي پرڪاش، ڊاڪٽر محمد يعقوب ميمڻ، زرعي يونيورسٽي ٽنڊي جام جو اڳوڻو وائيس چانسلر، ڊاڪٽر رجب علي ميمڻ، نامور سماج سڌارڪ ۽ تعليمدان عبدالغفور الستي، مشهور اديب يوسف سنڌي، ملهار سنڌي ۽ ڊاڪٽر غفور ميمڻ وغيره شامل آهن.

**دڙو ناروءَ جو**: هي دڙو ٽنڊي مستي ۽ ڪوٽڏيجيءَ جي رستي پرسان ڪوٽڏيجيءَ کان اٽڪل ستن ميلن جي پنڌ تي آهي. هي واريءَ جو هڪ دڙو آهي، جنهن جي ڊيگهه اڍائي هزار فوٽ، ويڪر پندرهن سؤ فوٽ ۽ اوچائي پنجويهه فوٽ آهي، هتي ڪافي ٺڪرائو مليو آهي. هتان ڏنارن جي هٿان لڌل ٺڪريون ۽ ڪجهه ٺڪر جا ٿانو پراڻي تهذيب جي نشاندهي ڪن ٿا. 1935ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ جي هڪ پروفيسر ڊاڪٽر گهور هي دڙو ڏسي ٻڌايو هو ته هي دڙو ۽ ڪوٽ ڏيجيءَ جو دڙو ٻئي هڪڙي وقت جا ۽ پراڻي تهذيب جا يادگار آهن ۽ اتان هٿ آيل ٺڪريون ۽ ٿانوَ موهن جي دڙي مان لڌل شين سان مشابهت رکن ٿا. پهرين سيپٽمبر 1955ع تي آثارِ قديمه کاتي وارن ناروءَ جي دڙي جو معائنو ڪيو هو. هنن ڪجهه کوٽائي ڪري اهو اندازو لڳايو هو ته هي ٺڪرائو صرف ڇهن انچن اندر آهي.

هتان ڪجهه ٺڪر جا ٿانو به لڌا ويا آهن، جيڪي هڙپا تهذيب سان مشابهت رکن ٿا هن دڙي ۾ ڪي عمارتون وغيره ڪين آهن. ان ڪري ماهرن جو خيال آهي ته هتي هڙپا وارن عارضي طور ڪجهه وقت رهائش اختيار ڪئي هوندي. سنڌ جي ناماري ڏاهي، عالم ۽ شاعر ڊاڪٽر عطا محمد حاميءَ ناروءَ جي دڙي جي معائني دوران هڪ سالم لوٽي ۽ ڪجهه رنگين ٺڪريون هٿ ڪيون هيون، جيڪي انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي جام شوري ۾ جمع ڪرايون هئائين.

**دڙي** [1]: تعلقي ۽ ضلعي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

شير دل بلو ٽگهڻ، سهتا، ڀيو ابڙو، جان محمد چاچڙ ۽ محمد خان بلو.

**دڙي** [2]: تعلقي سڪرنڊ ۽ ضلعي نوابشاهه جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

علي مراد ڪولاچي (پانڌياڻي)، الهه بخش دايو، صاحب خان لنڊ، دڙي مگسي (بخشو مگسي)، رستماڻي، خدا بخش رند، علي مراد جمالي ۽ ٽگيو پٺو.

**دڙي** [3]: هي ڳوٺ دڙي ۽ دڙي مگسيءَ جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو هتي اڪثر آبادي مگسي ذات وارن جي آهي، ان ڪري هن ڳوٺ کي عرف عام ۾ 'دڙي مگسي' سڏيو ويندو آهي. هتي تعليم ۽ صحت جون سهوليتون آهن. تعليمي ۽ سياسي شعور جي حوالي سان تعلقي سڪرنڊ جي اهم ڳوٺن ۾ شامل ٿئي ٿو. مشهور عالم ۽ اديب ڊاڪٽر مولانا عبدالرسول قادري (مگسي) هن ڳوٺ جو رهاڪو آهي.

**دڙي** [4]: دڙي، بلوچن جي چيف سردار مير سندر خان سندراڻيءَ جو ڳوٺ آهي، جيڪو تعلقي ڪنڊڪوٽ ۾ نيشنل هاءِ وي تي واقع آهي. هن ۾ گورنمينٽ هائر سيڪنڊري اسڪول تائين تعليمي ادارو ۽ اسپتال آهي. سنڌو درياهه جي موج مستيءَ جي ڪري هيءَ دڙي ٽيو دفعو ٻڌل آهي. اڳين دڙين جا نشان به نه بچيا آهن. 2010ع واري مها ٻوڏ به هن دڙيءَ تي ڪاهه ڪئي ۽ ڪيترين جانين کي نقصان پهتو.

**دڙيلو**: تعلقي ساماري، ضلعي ميرپور خاص جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

چتو چانڊيو، مريد خان چانڊيو، نظر محمد رند، محمد رمضان، فقير مير محمد وسائيپوٽو، محمد رحيم، محمد حيات رند، الهه ڏنو ۽ اوطاق مير خان لغاري.

**دڙي ماڇي**: تعلقي جوهي، ضلعي دادوءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

وڏيو ڪوسو ميرڻ سولنگي، ڪمال خان، قيصر خان لنڊ، اميد علي خان، حاجي خدا بخش سولنگي، بهارو سولنگي، حاجي خير محمد جمالي، ملو ماڇي، پير بخش سولنگي، ڳوٺ هبڪاڻ، منوائي ماڇي، جعفر خان خاصخيلي ۽ بچل خاصخيلي.

**دڙي واري مسجد**: هيءَ مسجد تعلقي موري جي لوهار محلي ۾ هڪ دڙي تي قائم آهي. هن مسجد جي قدامت لاءِ ڪا به روايت نٿي ملي. هن مسجد جو شمار موري جي قديم مسجدن ۾ ٿئي ٿو هن مسجد ۾ هڪ مڪتب ۽ مدرسو قائم ٿيل هو جنهن ۾ لاڙ ڪان لڏي آيل هڪ درويش صفت بزرگ ميان الهه اوباهيو سومرو درس ڏيندو هو ان ڪانپوءِ ملا محمد پريل ميمڻ ان مسجد جي سار سنڀال ڪندو هو ۽ درس به ڏيندو هو لوهار خاندان مان ڪيترائي ماڻهو هن مسجد جي مدرسي مان ديني تعليم حاصل ڪري حافظ ٿي نڪتا، جن کي حافظ گهراڻي جو لقب مليل آهي.

**دست/ جُلاب** (Diarrhoea): دست، پيٽ جي هڪ اهڙي بيماري آهي، جيڪا اوچتو ٿي پوندي آهي، ٻارن ننڍڙي وڏن ۾ هيءَ بيماري مختلف سببن جي ڪري ٿي سگهي ٿي. ان جا ڪيترائي ڪارڻ آهن، جهڙوڪ: خراب کاڌو يا گرمي لڳڻ، موسم جي اوچتي ڦيرگهير، خشڪ، تر ۽ غير هضم کاڌو کائڻ، ڪچو گهڻو پڪل يا پاروٿو کاڌو کائڻ يا بي وقتو کاڌو کائڻ، ڪچو اڌ پڪل فروٽ يا گهڻو پڇي راس ٿيل فروٽ کائڻ، ترش ميوو کائڻ، گهڻي مقدار ۾ سوڊا واٽر يا مختلف بوتلون (Beverages) پيئڻ (جن ۾ مختلف قسمن جا تيزاب هوندا آهن)، گهڻي مقدار ۾ شربت پيئڻ، گرميءَ ۾ گهٽ پاڻي پيئڻ يا اڻ ڇاڻيل ۽ گدلو پاڻي پيئڻ، چانهه ۽ ڪافي گهڻي واپرائڻ (خاص ڪري نيراني ۽ بکئي پيٽ واپرائڻ) گرميءَ جي موسم ۾ هر قسم جو وڏو گوشت کائڻ يا پاروٿو گوشت کائڻ، صفائي سترائي، بنا رڌل ديگ جو پيٽ کائڻ، ڪباب، برگر، پيٽيز، تريل شيون ۽ گهڻن مصالحن واريون شيون کائڻ، معدي ۽ پيٽ جي بيمارين جي علاج لاءِ طاقتور اينٽي بايوٽڪ دوائون واپرائڻ وغيره شامل آهن. جڏهن ته دستن جي بيماريءَ جا ڪجهه ٻيا به ڪارڻ به آهن، جن ۾ نفسياتي ذهني بيماريون، احساسن جي اوچتي تبديلي جهڙوڪ: گهڻي ڪاوڙ، مايوسي، ڊپ ۽ غير معمولي خوشي ۽ ڇرڪ پرڻ وغيره. جن ٻارن کي ڏند نڪرندا هجن ته ڏند نڪرڻ وقت قدرتي طرح ٻارن جي ڏَدين ۽ مهارُن ۾ خارش ٿيندي آهي. ان خارش کي لاهڻ لاءِ ٻار پَٽ تان سخت شيون پٿر، پٿريون، پٽين مان مٽي ۽ سيمينٽ جا ڇاپڙ وغيره روڙي انهن کي چڪ هڻندا آهن يا ڪائي به چڏيندا آهن. جيوڙا ٻارَ جي پيٽ ۾ وڃڻ سان ٻارڙن کي دست ٿي پوندا آهن. جڏهن پنڌ سڪنڊڙ ٻار ڪٽن جي پاون کي جهلي بيهندا آهن ۽ مهارن جي خارش لاهڻ لاءِ ڪڏهن ڪٽ جي پاون ۾ چڪ هڻندا آهن ته ڪڏهن ڪٽ جي واڻ کي چڪ هڻندا آهن. اهڙيءَ ريت وڏا ٻارَ جيڪي اسڪول ۾ پڙهندا آهن، سي پينسلن جا گورا، چاڪ ۽ ميٽ ڪائيندا آهن ته ڪين به دست ٿي پوندا آهن. وڏا اسڪولي ٻارَ چَٽڻيون ۽ غير معياري شيون ڪائيندا آهن، ڪچا پڪا برگر، پيٽيز، فاسٽ فوڊ، تريل شيون، طرح طرح جون بوتلون پيئڻ، گهڻا چاڪليٽ، ٽافيون،

ڪيڪ ۽ پيسٽريون کائڻ سندن روز جي عادت هوندي آهي. اهڙيون بازاري ۽ غير معياري شيون کائڻ ڪري ٻارن جو معدو ۽ پيٽ هميشه خراب هوندو آهي، جيڪو اوچتو دستن ٿيڻ جو سبب بڻبو آهي. ٻانبڙا پائيندڙ ٻارن جي هٿن ۾ مٽي ۽ جراثيم ان بيماريءَ جو باعث بڻجن ٿا.

ڪيترا ٿڃ پاڪ ٻارَ مائرن جي جسماني بيمارين، ٿڃ خراب هجڻ، مائرن جي ڪوتاهين جي ڪري دستن جي بيماريءَ جي ور چڙهي ويندا آهن. ڪيتريون مائرون پنهنجن ٻارن کي ٿڃ ڌارائڻ کان اڳ ۾ ۽ پوءِ پنهنجي ٻنڊين (Nipples) کي ڌوئي، صاف نه ڪنديون آهن. جنهنڪري اڳ ڌاراپل ٿڃ جي رهيل ڦڙن يا پگهر جي ڪري ٻنڊين جي چوڌاري جيوڙا (Bacteria) پيدا ٿيڻ يا وري ماءُ جي جسم جي جيوڙن جو ماءُ جي ٻنڊين جي چوڌاري گڏ ٿيڻ ڪري ٿڃ ڌارائڻ مهل اُهي جيوڙا ٻار جي پيٽ ۾ هليا ويندا آهن ۽ ٻار کي اسهال ٿي پوندا آهن. ان ڪانسواءِ ٻارن لاءِ وڏي ۾ وڏو دستن ٿيڻ جو ڪارڻ کير وارو فيڊر (Feeder) آهي. فيڊر ۾ رهيل کير جي پاروٿي ٿيڻ يا کير ڦٽي وڃڻ ڪري جڏهن اهو کير ٻار پيئندو آهي ته ان کي دست ٿي پوندا آهن. ان کان سواءِ فيڊر جي نپل جي چوڌاري رهيل کير ۾ هوا ۽ مٽيءَ مان جيوڙا اُڏامي اچي نپل کي چنبڙي پوندا آهن. يا نپل تي مکيون ويهڻ ڪري جيوڙن سان ڀرجي وڃڻ قدرتي ڳالهه آهي، ۽ پوءِ اهڙي اڻ ڌوتل نپل وارو کير پيئڻ ڪري جيوڙا ٻار جي پيٽ ۾ هليا ويندا آهن ۽ ٻارن کي ٻين بيمارين سان گڏ دست به ٿيو پون. دستن جي ڪري جسم مان پاڻياٺ گهٽجي ويندي آهي، ان جو تڪڙو علاج نمڪول (ORS) سان ڪيو ويندو آهي، جڏهن ته ڊاڪٽرن جي صلاح سان علاج ۽ مناسب کاڌي سان ان بيماريءَ کان بچي سگهجي ٿو.

**دستاگ**: سنڌ جي ڏکڻ الهندي، ڪوهستاني علائقي ۾ خاص قسم جون منظوم پروليون 'دستاگ' جي نالي سان رائج آهن. هنن پروليَن جي سٽاءُ جو مدار استعاري ۽ تشبيهه تي آهي. ڏيٺيءَ جي لحاظ سان هي پروليون ڪافي دلچسپ ۽ اهڃاڻ ۽ انڪار واري مسلسل سٽاءَ ۾ آهن. پيٽ ڪرڻ سان معلوم ٿيندو ته هندي 'ڪهه مڪرنيون'، 'سنڌي دستاگ' جي پيٽ ۾ بلڪل ابتدائي مرحلي واري حيثيت رکن ٿيون. مثال: 'ٻدڪ' بابت هڪ دستاڳ جي ڏيٺي هن ريت آهي:

'اڃي اڃي کير جهڙي، کير به ناهي،
گهمي ٿي پاڻيءَ ۾ مڇي به ناهي،
ٻڌايو ته ڇاهي؟'



**دستانا** (Gloves): دستانا، هٿن تي چاڙهڻ جا هڪ قسم جا جوراب ٿيندا آهن. هي جوراب، ڪپڙي، رٻڙ، ريگزين، چمڙي ۽ اوني ڪپڙي جا ٿيندا آهن. عام ماڻهو سياري ۾ هٿن تي دستانا پائيندا آهن. ٿڌن ملڪن ۾ ماڻهو سيءَ کان بچڻ لاءِ ۽ ٻين ملڪن ۾ به سائيڪل ۽ موٽر سائيڪل تي سوار ماڻهو سياري ۾ سيءَ کان بچڻ لاءِ هٿن تي دستانا/ جوراب پائيندا آهن. ڪرڪيٽ راند وقت وڪيٽ ڪيپر هٿن تي دستانا پائيندو آهي، ته جيئن بال جهٽڻ وقت هٿ کي ڌڪ نه لڳي سگهي. ڊاڪٽر آپريشن وقت نفيس دستانا پائيندا آهن. اسپتالن ۾ اڪثر صفائيءَ وارا پلاسٽڪ جا شفاف ۽ نفيس دستانا پائيندا آهن. ماضيءَ ۾ جنگيون وڙهندڙ ماڻهو جنگين ۾ تلوار هلائڻ وقت هٿن تي دستانا چاڙهيندا هئا.

**دستڪاري**: دستڪاري لفظ جي لغوي معنيٰ آهي: هٿ جو ڪم يا هٿ جو هنر. سنڌ اندر دستڪاريءَ جو ڪم تمام پراڻو رهيو آهي. قديم زماني کان سنڌ جا ڪاريگر، سونارا، ڪنڀر، ڪوري، واڍا (ڊکڻ/ سوٽهڙ)، دستڪاريءَ جو ڪم ڪندا اچن ٿا. ٺِڪر جي ڪم جي تاريخ سنڌ ۾ 3500 ق. م کان ملي ٿي. ان کان اڳ پٿر جي زماني ۾ هتي ماڻهو پٿرن کي گهڙي ان مان مختلف اوزار ٺاهيندا هئا. ان سلسلي ۾ ڪي شهر تمام گهڻو مشهور آهن. جيئن



ٺٽي ۾ ڪورين جا هزارن جي تعداد ۾ آڏاڻا هئا. جن تي ڪپڙو اُڻيو ويندو هو. سنڌو تهذيب جي ڪوٽڏيل ماڳن مان ڪيترن زيورن جا نمونا مليا آهن. خاص طور تي مٽين ۽ چوڙن جا ٽڪرا مليا آهن. جيڪي ٻڌائين ٿا ته هتي عاج ۽ پٿر کي لسائي ڌاتن مان زيور ٺاهيا ويندا هئا. مشنري اپت کان پوءِ هنر جا ڪيترا نمونا تبديل ٿيا آهن. پوءِ به هالا شهر جي دستڪاري نهايت اهم آهي. هن شهر جون مختلف نمونن جون ڪاشيءَ جون سرون، ٽي سيٽ، ڪونڊيون، گلدان، مرتبان ۽ صراحيون نه صرف سنڌ ۾، پر سڄيءَ دنيا ۾ مشهور آهن. جنڊيءَ جو ڪم به سنڌ ۾ بهترين ٿئي ٿو. جنهن ۾ ڪٽون، پلنگ، ٻارن جا رانديڪا، ڏيليون، ڪرسيون، ٽپايون، اڳٺ وجهڻيون ۽ ٻئي قسم جو فرنيچر ۽ ٻيو سينگار جو سامان ڏسڻ وٽان آهي. اهي شيون ڪاٺوٽ ۽ ڪشمور ۾ به سٺيون ٺاهيون وينديون آهن. سنڌ ۾ هٿ جي اُڻت جو ڪم به تمام سٺو ۽ جٽادار ٿئي ٿو ٺٽي جون لونگيون قديم زماني کان مشهور آهن. ريشمي سوسيون، گربيون، کيس، کٿا ۽ اُڻاوت جو ٻيو ڪم به سنڌ ۾ سٺو ٿئي ٿو ائين جوهيءَ جون ميٽايون گُگهيون به مشهور آهن. ٿر جا ٺهيل، مصلا، ٿيلهيون، پاڪڙا، جتيون ۽ زينون به دستڪاريءَ جون مشهور شيون آهن.

**دسرت، راجا**: راجا دسرت، تريتا يُگ ۾ هندستان جي ايوڌيا نگريءَ جو راجا هو راجا دسرت جي پيءُ جو نالو اَجا ۽ ماءُ جو نالو اِندومتي هو. کيس ٽي راڻيون: ڪوشليه، ڪيڪئي ۽ سمترا هيون، جن مان چار پُٽ: رامچندر

(ڪوشليہ مان)، لڇمڻ ۽ شتروگهن (سمترا مان) ۽ ڀرت (ڪيڪئيءَ مان) هئا. راجا دسرت ڪي شانتا نالي هڪ نياڻي هئي. راجا دسرت جو وڏو پٽ رامچندر، هندن جو ستون اوتار ڪري ليکيو وڃي ٿو. شري رامچندر جي بنواس وڃڻ کان پوءِ راجا دسرت اهو ڏک برداشت نہ ڪري سگهيو ۽ گذاري ويو.

**دسهڙو:** دسهڙو، هندن جو هڪ اهم تهوار/ ڌرمي ڏڻ آهي، جيڪو هر سال وڪرمي مهيني اَسُوءَ جي ڏهين تِٿ (سيپٽمبر- آڪٽوبر) تي ملهايو ويندو آهي. دسهڙي کي 'وجئہ لڪشمي' بہ چوندا آهن. دسهڙو، راڪشس راوڻ جي ڏهن سِرَن ڪٽجڻ ۽ سيتا جي آزاد ٿيڻ جي خوشيءَ ۾ ڀارت، سريلنڪا، نيپال، پاڪستان (سنڌ) ۽ ٻين ملڪن ۾ رهندڙ هندو وڏي اهتمام سان ملهائيندا آهن. روايت موجب تريتا يُگ ۾ راڪشس راوڻ ڀاران ڀڳوان شري رامچندر جي پتني سيتا کي اغوا ڪرڻ تان شري رامچندر ۽ راڪشس راوڻ جي وچ ۾ جنگ لڳي هئي. راوڻ کي ڏهہ سِر هئا، جيڪي هيٺين حالتن سان منسوب هئا: (1) ڪام (نفسياتي خواهش: Lust)، (2) ڪروڌ (ڪاوڙ: Anger)، (3) موهہ (Delusion)، (4) لوڀ (لالچ: Greed)، (5) مَد (وڏائي: Over pride)، (6) متسرا (حسد: Jealousy)، (7) مَنس (انساني دماغ: Mind)، (8) ٻُڌِي (سمجهہ/ عقل: Intellect)، (9) چِتا (مَن: Will)، ۽ (10) اهنڪار (خودنمائي: Ego).

جنگ دوران راوڻ جو ڏهن ڏينهن تائين روزانو هڪ سِر ڪٽبو هو. آخرڪار راوڻ جو انت ٿيو ۽ شري رامچندر، سيتا کي وٺي، پنهنجي ساٿين سان گڏ واپس ايوڌيا آيو. اهو سمورو قصو ڌرمي ڪتاب 'رامائڻ' ۾ رجيل آهي.

اڳاٽي زماني ۾ دسهڙو، خاص سير ۽ شڪار لاءِ مقرر هو. اِن ڏينهن تي ماڻهو تِيرَ ۽ تلوارون کڻي، جهنگ ۾ وڃي خوفناڪ جانورن جو شڪار ڪندا هئا. جنهن گهڻو شڪار ڪيو، سو بهادر ۽ جنهن گهٽ شڪار ڪيو سو هيٺو ليکبو هو. پر هاڻي هن مصروف دؤر ۾ ائين نہ ٿو ٿئي. ان ڏينهن تي صرف درگا ماتا جي پوڄا ڪئي ويندي آهي، ڇو تہ هندن ۾ هڪ عقيدو آهي تہ سيتا، لنڪا مان هڪ ديويءَ جي روپ ۾ واپس ايوڌيا آئي هئي. هي ڏڻ سنڌ سميت هند جا هندو هر سال ڌام ڌوم سان ملهائين ٿا.

**دشت-شهباز (شهر):** بلوچستان جي ضلعي پنجگر، تعلقي گوارگو ۾ 'دشت- شهباز' نالي هڪ تاريخي شهر آهي. قلندر لعل شهباز ملتان وڃڻ کان اڳ هڪ ميدان تي چلو ڪاٽيو هو جيڪو ميدان بعد ۾ قلندر لعل شهباز جي نسبت سان 'دشت- شهباز' سڏجڻ لڳو. قلندر لال شهباز مڪران ۾ ڪجهہ عرصو قيام ڪيو هو ان ڪري مڪراني ۽ بلوچستان جا بلوچ گهڻي تعداد ۾ سندس مريد هئا. جن هن علائقي کي مرشد جي نسبت سان ياد ڪيو. اڳتي هلي چڱو شهر آباد ٿيو ۽ ڪجهہ عرصو ڪاشاني بلوچن جي بيٺڪيت رهيو. ان دؤر ۾ هي شهر گهرو ويڙهہ جي پٽ ور چڙهيل رهيو. جنهن سبب هن شهر ۾ ڪيترو ئي جاني نقصان بہ ٿيو

**دشتي (ذات):** دشتي ذات وارا اصل ۾ مڪران جي صحرا جي هڪ بلوچ قبيلي مان آهن. عام لهجي ۾ هنن کي دستي چوندا آهن. سنڌ ۾ هن ذات وارا ڪوراين، جمالين، رندن ۽ سمن جو هڪ پاڙو بہ آهن. دشت فارسي ۽ بلوچيءَ ۾ صحرا کي چوندا آهن. ان ڪري هي دشتي يعني صحرا جا رهندڙ سڏجن ٿا. تاريخ بلوچستان ص 118 تي آيل آهي تہ مڪران جي امير رجب ماملي ڪرد بلوچ جي ستن پٽن مان ميراڻ مڪران جي دشت واري جاءِ تي آباد ٿيو ان جي پويان هن ذات وارا دشتي مشهور ٿيا. ڊي. آءِ. جي سردار عبدالمجيد دشتي بہ هن قبيلي مان آهي.

**دشمن (فلم):** هيءَ سنڌي فلم 18 مئي 1988ع تي سرمست آرٽ جي پيشڪش ۾ رليز ٿي. هن فلم جو ڪهاڻيڪار ۽ هدايتڪار ايس. واءِ احمد، موسيقار غلام علي ۽ پروڊيوسر مظفر حسين هئا. فلم جا اداڪار منصور بلوچ، شڪيلا خان، منظور مراد، شيراز، شهنيلا قريشي، شهباز دراني، گلاب چانڊيو، ملڪ انوکو، مشتاق جسڪاڻي، انور سولنگي، نوري ۽ اي. آر. بلوچ هئا. هيءَ فلم نيو ميجسٽڪ سئنيما حيدرآباد، ايمپائر سئنيما لاڙڪاڻي، دلشاد سئنيما




نوابشاهہ، افشان سئنيما ڪراچي، نشاط سئنيما سکر، اسڪالا سئنيما ڪراچي، ٽالپور ٽاڪيز سئنيما خيرپور ميرس، تصوير محل سئنيما ميرپورخاص، شهباز سئنيما ٽنڊي الهيار، افشان سئنيما شڪارپور، تاج محل سئنيما دادو، ڪوهہ نور سئنيما نوشهري فيروز، نشاط سئنيما راڻيپور، ماروي سئنيما ڪوٽڙي ۽ ريوالي سئنيما راڌڻ ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

**دشنت، راجا:** راجا دشنت، مهاڀارت جي ڪال ۽ هندن جي جوتش ۽ گيان جي عقيدي موجب 'دُئاپر يُگ' ۾ هاڪارو راجا ٿي گذريو آهي. ننڍي کنڊ برصغير جي لوڪ ادب توڙي ڪلاسيڪل ادب ۾ راجا دشنت ۽ راڻي شڪنتلا جو وڏو ڪردار رهيو آهي. راجا دشنت جي ماءُ جو نالو الينا (Ilina) ۽ پيءُ جو نالو راٿنتر (Rathantara) هو. هن سنڌ کان سواءِ گنڌار (گنڌار- قنڌار، جيڪو هن وقت افغانستان جو حصو آهي) ۾ پڻ حڪومت ڪئي. چيو وڃي ٿو تہ ان وقت سنڌ جون سرحدون اوڀر ۾ گنگا جي ڪناري تائين ۽ اولهہ ۾ قنڌار تائين هيون. راجا دشنت ۽ شڪنتلا جي پريم ڪهاڻيءَ کي هنديءَ جي جڳ مشهور ڪوي ڪاليداس منظوم ڪيو آهي. هندي ادب ۾ هي منظوم قصو هڪ شاهڪار جي حيثيت رکي ٿو. دشنت کي شڪنتلا ديويءَ مان هڪ سلڇڻو ۽ سپوت ٻالڪ پيدا ٿيو جنهن جو نالو ڀرت رکيو ويو. ڀرت راجا بہ ٿيو جيڪو بهترين سورمو ودیا (جاڻ) ۽ استر شاستر وديا جو ڄاڻو راجنيتيءَ ۾ ڪامل، ڏاهو ۽ نهايت ئي ذهين هو. ڀرت جي نالي پٺيان ئي موجوده ڀارت ملڪ کي 'ڀارت ورش' جو نالو مليو هو.

روايت آهي تہ سندس تاج ۽ تخت کسجڻ کان پوءِ راجا دشنت رشين منين جي آشرمن ۾ رهي پنهنجي جان بچائيندو رهيو. انهن آشرمن ۾ هستناپور جي راجا وشوامتر جي نهايت حسين ڌيءَ شڪنتلا رهندي هئي،



جتي راجا دشنت ۽ شڪنتلا جي ملاقات ٿي ۽ اها ملاقات محبت ۾ تبديل ٿي وئي ۽ اڳتي هلي شاديءَ جي انجام تائين پهتي. گنڌروا طريقي جي ان شاديءَ مطابق راجا دشنت کيس پنهنجي پريم جي نشاني، هٿ جي منڊي ڏئي وچن ڏنو ته پهريائين مان پنهنجي حڪومت ۽ تخت ۽ تاج هٿ ڪندس، ان کان پوءِ جيڪڏهن راجا بڻيس ته شادي ڪندس ۽ جي مارجي ويس يا راجائي ماڻي نه سگهيس ته راجا جي ڌيءَ سان شادي نه ڪندس. اهو انجام ڏئي دشنت، شڪنتلا کان رشين جي آشرم مان موڪلائي روانو ٿيو. اهو رشين جو آشرم اڄ به راجستان جي علائقي ۾ محفوظ ۽ موجود آهي، جتي سياح گهمڻ لاءِ ويندا آهن.

شڪنتلا کان موڪلائڻ کان پوءِ راجا دشنت پنهنجي راجائي حاصل ڪئي ۽ حڪومت جي ڪمن ۾ ايترو ته گهيرجي ويو، جو شڪنتلا کي وساري ويهي رهيو. ٻيءَ روايت موجب آشرم ۾ رشي 'درواسا' جي اچڻ تي شڪنتلا جو رشيءَ کي پوڄن ڪرائڻ جي ڳالهه وسري وئي، ان تي رشيءَ انتهائي ڪروڌ ۽ ڪاوڙ ۾ اچي کيس سراپ ڏنو ته تون جنهن جي باري ۾ سوچين پئي، اهو توکي هميشه لاءِ وساري ڇڏيندو. بهرحال شڪنتلا، دشنت جي پيار ۾ ٻرندي ۽ پڄرندي رهي. هڪ ڏينهن دشنت جي ڏنل مُنڊي شڪنتلا کان پاڻيءَ ۾ ڪِري پئي، جنهن کي هڪ مڇي ڳهي وئي. نيٺ شڪنتلا رشين جي چوڻ تي پنهنجي راڄڌانيءَ واري ملڪ هستناپور کان ٻاهر نڪتي ۽ دشنت جي نگريءَ ۾ پهچي دشنت کي پنهنجي پيار ڪهاڻيءَ جي ياد ڏياريائين، پر ڇوته منڊي نه هئڻ ڪري راجا دشنت مٿس ويساهه نه ڪيو. نيٺ رشين جي مدد سان شڪنتلا کي مُنڊي حاصل ٿي ۽ ٻئي پريمي هميشه لاءِ هڪٻئي جا ٿي ويا.

هڪ روايت اها به آهي ته شڪنتلا جو پيءُ راجا وشوامتر وڏي تڪبر وارو ماڻهو هو، جيڪو هر ڪنهن شخص توڙي راجا کي پاڻ کان گهٽ ڪري ليکيندو هو. دشنت ۽ شڪنتلا جي پريم ڪهاڻيءَ ۾ رشين جو به وڏو ڪردار آهي. انهن دشنت ۽ شڪنتلا کي راجا جو هَٺ ٽوڙڻ ۽ کيس زندگيءَ جي بهترين سمجهاڻي ڏيڻ لاءِ آماده ڪيو. شڪنتلا، دشنت جي پريم ۾ ايتري ته موهجي وئي هئي، جو کيس ڪا به سُڌ نه رهندي هئي. ڌيءَ جي اها حالت ڏسي وشوامتر تمام گهڻو پشيمان ٿيو ۽ ڌيءَ جي خوشيءَ خاطر اها مُنڊي ڳولائي، نيٺ راجا دشنت اڳيان جهڪيو جنهن کانپوءِ راجا دشنت ۽ شڪنتلا جو هڪٻئي سان ميل ميلاپ ٿيو.

**دعا**: دعا خداوند تعاليٰ کان گناهن کان بچاءُ، نعمتن جي نوازش ۽ چڱيلائيءَ لاءِ گُهري ويندي آهي. دعا کي الله ۽ انسان جي وچ ۾ رابطي جو آسان وسيلو سمجهيو ويندو آهي. دعا جو مطلب پنهنجي رب کان هر قسم جي ضرورت طلب ڪرڻ آهي. الله تعاليٰ جو قرآن شريف ۾ ارشاد آهي ته: ”اي نبي صلي الله عليہ وسلم! جيڪڏهن منهنجا بندا تو کان منهنجي باري ۾ پُڇن ته انهن کي ٻڌاءِ ته مان انهن کي ويجهڙو آهيان. سڏ ڪندڙ جڏهن مون کي پُڪاري ٿو ته مان اُن جو سڏ ٻُڌندو ۽ اُن جو جواب ڏيندو آهيان. تنهنڪري انهن کي کپي ته منهنجي دعوت تي لبيڪ چون ۽ مون تي ايمان آڻين.“ (البقرة: 186) قرآن شريف جي هڪ ٻي آيت جو مفهوم هي آهي ته: ”جڏهن ٻانهو هر پاسي ۽ هر طرح کان مايوس ۽ لاچار ٿي مون ڏانهن هٿ کڻي مون (ربّ) کي سڏي ٿو (دُعا گُهري ٿو) ته مان ان جي مشڪلاتن کي حل ڪندو آهيان ۽ ان جي تڪليف دُور ڪندو آهيان.“

حضرت نعمان بن بشير رض کان روايت آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو ته دعا عبادت جو مغز ۽ جوهر آهي. الله تعاليٰ حڪم فرمايو آهي ته دعا گهرو ته مان قبول ڪريان. نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن دعا جو طريقو اهو سمجهايو آهي ته بندي کي گهرجي ته پهريائين الله جي حمد ۽ ثنا ڪري، صلوات پڙهي ۽ پوءِ مطلب جي ڳالهه ڪري.

حضرت شيخ ابو سليمان داراني رح فرمايو آهي ته هر عبادت قبول يا نه قبول ڪرڻ جو اختيار رب تعاليٰ کي آهي. ٻانهي کي اميد رکڻي آهي. حضرت امام فخرالدين رازيءَ جو قول آهي ته صلوات سڳوري فعل الاهي آهي ۽ استغفار يا دعا انساني فعل آهي. ان ڪري درود پڙهي دعا گهربي ته اها ترت قبوليت جو درجو ماڻي ٿي.

حضرت عبدالله بن عمر رض فرمائين ٿا ته نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو ته اوهان مان جنهن تي دعا جو در کليو، ڄڻ ته رحمت جو در کليو. حضور پاڪ صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي ته پنج ماڻهو اهڙا آهن، جن جي دعا قبول ڪئي وڃي ٿي. (1) مظلوم جي دعا. (2) حج جي مسافر جي دعا. (3) مجاهد جي دُعا. (4) بيمار جي دعا ۽ (5) هڪ ڀاءُ جي ٻئي ڀاءُ لاءِ ان جي غير موجودگيءَ ۾ گهُريل دعا. نبيءَ سڳوري جي امت لاءِ دعا. مرشد جي مريدن لاءِ دعا. استاد جي شاگردن لاءِ دعا. ماءُ پيءُ جي اولاد لاءِ دعا. دوست جي دوست لاءِ دعا. بزرگن جي واسطيدارن. ملڪ ۽ قوم جي ترقيءَ لاءِ دعا الله تعاليٰ قبول فرمائي ٿو.

**دعا جا پير** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب، ناميارى ليکڪ غلام نبي گل جي ڪهاڻين جو مجموعو آهي، جنهن ۾ 'سجاڻپ'، 'اندر جو آدمي'، 'سيٺي'، 'گيتن جي اڌوري اُڌام'، 'پوپٽ رنگ'، 'نسخو'، 'نصيحت'، 'آئيني جي اوٽ'، 'پيار جي انڪوائري'، 'ڪارو'، 'هڪ روپ هڪ ٻهروپ'، 'عشق'، 'سرخرو'، 'عڪس اهڙا نه هئا'، 'نه ماضي نه حال'، 'ڳجهارت جهڙو ماڻهو'، 'دعا جا پير' ۽ 'خدا جي ٻولي' جي نالي سان 18 ڪهاڻيون شامل آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ،



ڪهاڻيڪار منظور ڪوهيار جو لکيل آهي. ڪتاب ۾ ليکڪ ڪيترن ئي ڪهاڻين ۾ سماجي حقيقت پسندي ۽ نفسياتي حقيقتن جي باري ۾ لکيو آهي. ڊيمي سائيز جي 96 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 50 روپيا آهي، جنهن کي وجاهت پبليڪيشن لاڙڪاڻي، 2002ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**دعا هئي بي نظير** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب شاعر عظيم آديسيءَ جو شهيد بينظير ڀٽو جي شهادت تي منظوم خراج آهي. هن ڪتاب جو مهاڳ خالد آزاد لکيو آهي، ان ڪانسواءِ مزاحمتي شاعر محمد بخش خاصخيليءَ جا تاثرات به ڪتاب ۾ شامل آهن. ڪچي جلد سان ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب 'جانثاران بينظير سٽ ميرپورخاص' پاران 2009ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. 112 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي.




**دعاءِ مستغاث** (ڪتاب): ڪتاب دعاءِ مستغاث، فقير محمد اسماعيل ڪنڀار نقشبنديءَ جو مرتب ڪيل آهي، جنهن جو پبلشر مشهور بزرگ ۽ عالم سيد قمر الزمان شاهه آهي. هي ڪتاب دعائن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ حمد، نعت، درود ۽ سلام شامل آهن. هي ڪتاب 135 صفحن تي مشتمل آهي ۽ ان جو ڪو به هديو نه آهي.

**دعوت اسلام** (اخبار): هيءُ اخبار سکر مان ڊسمبر 1928ع ۾ ڊاڪٽر محمد يامين ولد قمر الدين قريشيءَ جي ادارت هيٺ جاري ٿي. هيءُ اخبار پهرين پندرنهن روزه ۽ پوءِ روزاني طور شايع ٿيڻ لڳي. هيءُ اخبار پهرين 'مفيد عام پريس' سکر مان، پوءِ 'وڪٽوريا پريس' سکر مان ڇپبي هئي. 'دعوت اسلام' مسلمانن جي حقن جي ترجماني ڪندڙ اخبار هئي. مسلم ليگ جي سرگرميءَ واري دؤر ۾ هيءَ اخبار مسلم ليگ جي حمايتي اخبار هئي. مسجد منزل گاهه تحريڪ دوران سکر جي ٻين اخبارن سان گڏ سکر جي سٽي مئجسٽريٽ مسترد ٿي. ٿي. ڪوٺاولا 'دعوت اسلام' جي ايڊيٽر ڊاڪٽر محمد يامين ڏانهن متفرقه نوٽيفڪيشن جاري ڪيو هو. سنڌي ۽ اردو زبانن ۾ نڪرندڙ هيءَ اخبار رسالي جي صورت ۾ شايع ٿيندي هئي.

**دف** (ساز): دف تمام قديم ساز آهي. برصغير ڪانسواءِ وچ ايشيا ۽ وچ مشرق ۾ هي ساز ڪثرت سان وڄايو وڃي ٿو. اسلام کان اڳ توڙي اسلام کانپوءِ به عربن وٽ هي ساز وڄايو ويندو هو. ڪنهن نرم ڪاٺيءَ جي ٻن سوتن جي ٿلهي، پنج يا ڇهه فوٽ ويڪري ۽ سوا فوٽ کان ٻن فوٽن تائين ڊگهي تڪر کي موڙي، خبرداريءَ ۽ مهارت سان گول ڪاهي، ان جي مٿان ٻڪريءَ جي کل چاڙهي ويندي آهي. دف جي وڄائڻ جا ٻه طريقا عام آهن. ڪي وڄتيا دف کي کاٻي هٿ سان پڪڙي، دف جو ٻيو پاسو پنهنجي دل واري پاسي رکي ساڄي هٿ سان تال يا لئي تي ڏڪ هڻندا آهن ۽ ڪي وڄتڪار دف کي ساڄي هٿ ۾ پڪڙي تال جي لئي تي پنهنجي کاٻي هٿ جي ترئيءَ تي هڻندا آهن. دف جي نندي سائيز به ٿيندي آهي، جنهن جي چوڌاري ننڍڙيون پتل جون ٿالهيون لڳل هونديون آهن. دف کي سنڌيءَ ۾ 'ڪنجري'، اردوءَ ۾ 'ڊفلي' ۽ عربيءَ ۾ 'رق' چوندا آهن.



هيءُ ساز سنڌ ۾ اڪثر ڳائڻا عام ڪافي ڪلام جي ڳائڪيءَ ۾ لئي کي سريلو بڻائڻ لاءِ ڪتب آڻيندا آهن. هن جي سنگت رڌم جي لئي سان ٿيندي آهي. هي قديم ساز آهي، جنهن جا آثار مصر مان به مِلن ٿا. ڪجهه روايتن مطابق جڏهن رسول پاڪ صلي الله عليہ وسلم مڪي مان هجرت ڪري مديني شريف آيا ته مديني جي انصارن دف وڄائي سندن استقبال ڪيو هو *(حوالو: ڪتاب 'ڏيهي پرڏيهي ساز')*. سنڌ ۾ رئيس ڪريم بخش نظاماڻي (ماتليءَ وارو) هي ساز موج ۾ اچي وڄائيندو هو.

**دفتري لغت** (ڪتاب): دفتري لغت جا مرتب خالد آزاد ۽ خان محمد جروار آهن. جڏهن ته ان جي چيف ايڊيٽر ڊاڪٽر فهميده حسين (چيئرپرسن سنڌي لئنگئيج اٿارٽي) آهي. هن سنڌي انگريزي لغت جو انتساب لغت نويسيءَ ۽ لوڪ ادب جي ڄاڻو شيخ محمد اسماعيل جي نالي ڪيو ويو آهي. هيءُ لغت، تاج جويو، سيڪريٽري سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، ميشرس سنڌو پبليڪيشن حيدرآباد مان ڇپائي پڌري ڪئي. ان جو پهريون ڇاپو 2009ع ۾ پڌرو ٿيو آهي. هن ڊبل ڪرائون سائيز جي 741 صفحن تي مشتمل لغت جي قيمت 500 روپيا آهي.




**دق جو تپ/ سِلهہَ** (Tuberculosis): دق ۽ سل عربي لفظ آهن، جن جي معنيٰ ڳارڻو، ڏٻرائپ ۽ سنهو ٿيڻ آهي. طب جي اصطلاح ۾ اهڙو متعدي بخار، جنهنڪري مريض ڪمزور ٿي ويندو آهي. عام طور ڦڦڙن جي زخم سبب ٿيندڙ بخار کي دق ۽ سلهه چئبو آهي. هن مرض جو سبب هڪ جراثيم آهي، جنهن جو نالو Bacillustuberculosis آهي. هيءُ جراثيم عام طور ڦڦڙن تي اثرانداز ٿئي ٿو ان ڪانسواءِ جسم جي ڪنهن به عضوي کي متاثر ڪري سگهي ٿو. شهرن ۾ هيءُ مرض گهٽو ڏسڻ ۾ ايندو آهي. اڪثر هيءُ مرض خراب آبهوا، گندين جهوپڙين ۽ گندي ماحول ۾ رهندڙ ماڻهن کي ٿئي ٿو. هيءُ مرض هر عمر واري کي ٿي سگهي ٿو. پر وڏيءَ عمر وارن

کي گهٽ ٿئي ٿو ۽ ٻارڻ ۾ هيءَ مرض هڏين، غدودن، دماغ ۽ ڦڦڙن جي کنڊي کي متاثر ڪندو آهي. هيءَ مرض ماءُ، پيءُ کان وراثت طور به ملي ٿو دق تپ جا ٻه قسم ٿين ٿا: دق صادق ۽ دق ڪاذب.

**مرض جون نشانيون:** شروعات ۾ هن مرض جون نشانيون ايتريون ظاهر نه هونديون آهن. جنهن سان هن مرض جي خبر پئجي سگهي. زڪام، کنگهه، سيني جو سور، ڳلي جي تڪليف سان هيءُ مرض ظاهر ٿئي ٿو ڪڏهن هن مرض ۾ بدهضمي، بک نه لڳڻ، بي قاعدي بخار، دل جو ڌڙڪڻ، سُستي، تڪڙا ساهه، ساهه کڻڻ ۾ ڏکيائي ۽ ڪمزوري وڌندي ويندي آهي. پهرين خشڪ کنگهه ٿيندي آهي. ان کانپوءِ کنگهه ۾ بلغم خارج ٿيندو آهي. بلغم سان گڏ رت به خارج ٿيڻ شروع ٿيندو آهي. شام جي وقت هلڪو بخار ٿي پوندو آهي.

**دقيقي:** فارسيءَ جو مشهور شاعر دقيقي ايران جي شهر بخارا جو رهاڪو هو ان وقت بخارا ايران جي گاديءَ جو هنڌ هو دقيقيءَ جي زماني ۾ نوح بن منصور تخت نشين ٿيو، جنهن ڪيس دربار ۾ گهرائي شاهنامي جي تصنيف جو ڪم ڏنو هن نوح بن منصور جي خواهش تي شاهنامو لکڻ شروع ڪيو سندس اُهي شعر بعد ۾ مشهور شاعر فردوسيءَ شاهنامي ۾ شامل ڪيا ويا. فردوسيءَ جي شاهنامي ۾ اهڙو ذڪر موجود آهي. دقيقي پنهنجي شاعريءَ ۾ هند ۽ سنڌ جو ذڪر ڪندي اتان جي حاڪمن کي 'شاهان سنڌ' ۽ 'شاهان هند' لکيو آهي. دقيقيءَ کي سندس هڪ خوبصورت غلام قتل ڪيو هو.

**دڪپال چند:** دڪپال چند، چند شاستر ۾ 24 ماترائن جو چند آهي. چند شاستر ۾ 24 ماترائن جا ٻيا به ڪيترا چند آهن. دڪپال چند ۾ 12، 12 ماترائن جا پد ٿين ٿا. يعني هر مصرع برابر ٻن حصن ۾ ورهايل هوندي آهي. دڪپال چند موجب دوهي وانگر ٻيو ۽ چوٿون پد هم قافيه هوندا آهن. ماترائن جي جدا جدا نموني تقسيم ٿيڻ سان چند جي شڪل بدلجي ويندي آهي. شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي شاعريءَ ۾ به ڪيترن چندن جو استعمال ٿيل آهي.

**ڏُڪو:** توري جو هڪ وٽ يا وزن، جيڪو هڪ تولي جيترو ٿيندو آهي، اُن کي ڏُڪو چئبو آهي. اڳي سنڌ ۾ نئين چاول ٻار کي روزانو مکڻ کارايو ويندو هو جنهن جو وزن هڪ تولي يا ڏُڪي برابر هوندو هو اُن کري اهو پڻ ڏُڪو سڏبو آهي. ٻار کي ڏُڪو کارائڻ' اصطلاح عام آهي. اڄڪلهه ڏُڪي کارائڻ جو رواج ذري گهٽ ختم ٿي ويو آهي.

**ڏکايل، هوندراج:** ٻيوس سنگ جي شاعرن مان هوندراج ڏکايل جو نالو نهايت مٿانهون آهي. جديد سنڌي شاعريءَ جي باني مان هن عوامي ۽ مقبول شاعر ۽ راڳي، هوندراج 'ڏکايل' 16 جنوري 1910ع تي لاڙڪاڻي شهر ۾، ليلارام ماڪ کتريءَ جي گهر ۾ جنم ورتو پهرين ٽڪاڻي ۾ گُرمکي، ڏيئل داس جي 'اوجهي' (اسڪول) ۾ ٻارڙو ميونسپل اسڪول لاڙڪاڻي ۾



چار درجا سنڌي ۽ ڪجهه عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم حاصل ڪئي. ان بعد سرڪاري هاءِ اسڪول ۾ ٻه درجا انگريزي ۽ قومي اسڪول ۾ ٽيون درجو انگريزي پڙهيو ائين سندس تعليم صرف ست درجا سنڌي ۽ ٽي درجا انگريزي هئي. ماڻس سندس ڏهن ورهين جي عمر ۾ شادي ڪرائي. هن کي شاعري ۽ سنگيت سان ننڍپڻ کان وٺي گهرو لڳاءُ هو هڪ پيري ننڍيءَ عمر ۾ ئي پيءُ جي اوطاق ۾ پنهنجو شعر جهونگاري رهيو هو ته وٽن اوطاق جي ڀرسان ڪمري ۾ رهيل گوسائين ورندرام 'ربابي'، هوندراج جو آواز ٻڌي سندس پيءُ کي چيو ته اوهان جو ننگرڪو 'ڏکايل' ٿو ڏسجي. ائين هوندراج کي درويش ورندرام وٽان 'ڏکايل' تخلص مليو ويو اڳتي هلي هوندراج ڏکايل، گيت ۽ سنگيت ۾ خاص مهارت حاصل ڪري ورتي.

هن 1924ع کان شاعريءَ جو باقاعدي آغاز ڪيو پجن، گيت ۽ غزل لکيائين، جيڪي پهرين ڀڳتن ۾ پڳت ڳائيندا هئا. سندس پهريون شعر 'ستيه پرڪاش' مخزن لاڙڪاڻي ۾ ڇپيو هوندراج ڏکايل شاعري دليان ڪئي ۽ شاعريءَ ۾ ڪو اُستاد نه ورتو، پر ڪشنچند بيوس کان مُنڍ کان ئي متاثر هو. ڪيس ادب ۽ شاعريءَ جي دنيا ۾ ڇڪي آڻڻ ۾ ڪشنچند بيوس سان گڏ دادا ميلارام واسواڻيءَ ۽ دادا فتح چند واسواڻي (سندر ساهتيه وارا) هئا، جيڪي سندس ماسات پڻ هئا. هن جي شاعريءَ تي سڀ کان وڌيڪ اثر ڪشنچند بيوس جوئي آهي. ان ڪري هي ۽ هري دلگير درياڻي، بيوس- سنگ جا شاعر سڏيا ويندا آهن. هوندراج ڏکايل 1930ع کان وٺي لاڙڪاڻي ۾ آزاديءَ جا گيت ڪنجريءَ تي ڳائيندو رهندو هو. انگريز سرڪار جي راڄ ۾ ڪيترا پيرا جيل ياترا به ڪيائين. جڏهن مهاتما گانڌي 'هندستان خالي ڪريو' (Quit India) جو نعرو هنيو ۽ 'ستيا گره' جو اعلان ڪيو ته هوندراج 'ڏکايل' گانڌيءَ جو سنيهو ڪٺي، ڊفلي وڄائيندو، سنڌ جي گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ گهمندو رهيو هي گانڌي وادي ويچارن جو حامي ۽ پرچارڪ هو 'سوديشي' ۽ 'کاڌي تحريڪ' جو به خوب پرچار ڪيائين. قيام پاڪستان جي اوائلي ڏينهن ۾ به جيل ويو. آزاد ٿيڻ تي ڀارت ۾ وڃي گانڌيڌام ۾ مقيم ٿيو هن موسيقيءَ جي آڌار تي تمام گهڻا گيت لکيا. هوندراج ڏکايل جي شاعريءَ جو پهريون مجموعو 'سنگيت ڦول' 1946ع ۾ شايع ٿيو جنهن ۾ قومي گيتن سان گڏ ڪيترا ٻاراڻا گيت به شامل آهن.

هوندراج ڏکايل نظم سان گڏ نثر به ڪافي لکيو آهي. هو هڪ صحافي به رهيو آهي. 1958ع کان 1982ع تائين 'ڌرتي ماتا' ۽ 1964ع کان 1984ع تائين 'گانڌيڌام سماچار' اخبارن سان واڳيل رهيو.

هوندراج ڏکايل جون تعليمي خدمتون به وسارڻ جوڳيون نه آهن. سنڌ مان لڏي گانڌيڌام وسڻ کان پوءِ 1952ع ۾ هڪ تعليمي سوسائٽي 'گانڌيڌام مئتري منڊل' نالي قائم ڪيائين، جنهن طرفان اڳتي هلي ڪيترا تعليمي ادارا قائم ٿيا، جن کي سندس دوست هري دلگير هلي سنڀاليو.

هوندراج ڏکايل جو آواز ڏاڍو مٺو ۽ وڻندڙ هو سندس قومي گيتن ۽ ڀڄنن جون ڪيتريون ئي ڪئسٽون سندس آواز ۾ جاري ٿيل آهن. جن ۾ 'وڻ ڪهاڙو' ۽ 'ائٽ جو آواز' گهڻو مشهور آهن.

هوندراج دکايل جي شاعريءَ جا ڪيترا مجموعا ڇپيل آهن، جن جو تفصيل هيٺين ريت آهي:

(1) سنگيت ڦول (1946ع)، (2) جهونگار، (3) قومي للڪار، (4) لاهوتي لهر، (5) سنگيت ورکا، (6) پڙلاءُ، (7) گل ٽا روئن تنهنجي ياد جا، (8) سنگيت انجلي (هن مجموعي ۾ هوندراج دکايل جا مٿيان ست ئي شعري ڪتاب شامل آهن).

ان کان سواءِ سندس نثر ۽ نظم جي ڇپيل هين ڪتابن ۾ (1) سروودیہ گيت، (2) سوامي ڌرم داس جيون ڪٿا (گرمکي ۽ عربي سنڌي لپيءَ ۾)، (3) شرڌانجليون (ديوناگري لپيءَ ۾)، (4) مشاهدو (عربي سنڌي لپيءَ ۾)، (5) اک جون ڦلڙيون (ديوناگريءَ ۾)، (6) هوت هردي ۾ وڄايم (ڪهاڻيون)، (7) زندگي هڪ، روپ انيڪ، (8) سنڌڙي تنهنجا ڳوٺ وسن، اچي وڃن ٿا.

هوندراج دکايل کي ادبي قدرشناسيءَ طور ڪيترائي اوارڊ ملي چڪا آهن، جن ۾: (1) ساڌو واسواڻي اوارڊ (1959ع)، (2) 'زندگي هڪ روپ انيڪ' ڪتاب تي مرڪزي سرڪار جي تعليم کاتي طرفان انعام (1964ع)، (3) ڀارت جي صدر ڀاران شيلڊ (1983ع)، (4) ڀارت جو وڏي ۾ وڏو ادبي پدم شري اوارڊ (1984ع)، (5) راجستان سنڌي اڪيڊميءَ ڀاران 'دکايل رات' ۽ 'سنڌي رتن اوارڊ' (1984ع)، (6) گجرات سنڌي ساهتيہ اڪيڊميءَ ڀاران 'سنمان ۽ پُرسڪار' اوارڊ (1985ع)، (7) گجرات سنڌي ساهتيہ اڪيڊميءَ ڀاران دکايل جي زندگيءَ ۽ ڪم تي 'وڊيو فلم' جو اجراءُ (1986ع)، (8) 'سرو ڀارت سنڌي ٻولي ساهتيہ وڪاس سڀا' ڀاران اوارڊ (1986ع)، (9) مڌيہ پرديش سنڌي اڪيڊميءَ ڀاران 'دکايل سماروه، دکايل سووينئر ۽ سنمان (1988ع)، (10) بمبئيءَ ۾ رام پنجواڻي اوارڊ (1989ع)، (11) 'فرينڊس آف انٽرنيشنل سنڌيز' طرفان 'مئن آف دي ييئر' طور 'ايشوري ٻائي بختاڻي اوارڊ' (1990ع)، (12) سهيوگ فائونڊيشن بمبئيءَ ڀاران 'سهيوگ يادگار اوارڊ' (1991ع)، (13) راڌي شيام مندر مدراس 'جشن سويراج مل موقعي تي خاص گڏجاڻيءَ ۾ 'ومل اوارڊ' (1992ع)، (14) 'سدائين گڏ سنڌي تنظيم' طرفان انٽرنيشنل لطيف اوارڊ ۽ سونو ٻلو (دبئيءَ ۾: 1992ع)، (15) 'اسين سنڌي سنستا' ڀاران دهليءَ ۾ ڀارتي ڪائونسل طرفان سنمان (1992ع)، (16) سهيوگ فائونڊيشن طرفان 'نارائڻ شيام' روڪ انعام، (17) 'پريہ درشني اڪيڊميءَ' ڀاران بمبئيءَ ۾ رام پنجواڻيءَ جي ياد ۾ ٽرافي ۽ روڪ انعام (1993ع)، (18) ساهتيہ اڪيڊمي دهليءَ ڀاران 11 لک روپيا روڪ ۽ اوارڊ (3-2002ع) وغيره.

سنڌ ۽ هند جي هن نامور شاعر 3 ڊسمبر 2003ع تي گانڌيڌام ۾ وفات ڪئي.

**ڏک جي نہ پچاڻي آ** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب سنڌ جي ناليواري شاعر اياز گل جي ڇئين شعري مجموعن: توبن کهڙا ڇانورا، پيلا گل پلاند ۾، ڏينهن ڏٺي جا سپنا، سوچون سرها گل ۽ ڪجهہ نئين شاعريءَ جو گڏيل شعري مجموعو آهي. هن ڪتاب ۾ غزل، وايون، نظم، گيت، بيت ۽ ٻيون صنفون شامل آهن. ڪتاب جو تفصيلي مهاڳ ناليواري شاعر، عالم ۽ دانشور تنوير عباسيءَ لکيو آهي، جنهن اياز گل جي شاعريءَ جو فني ۽ فڪري حوالي سان جائزو وٺي، سندس شاعرانہ مقام تي روشني وڌي آهي، جڏهن تہ نامور شاعر شيخ اياز، امداد حسينيءَ، تاج بلوچ، آغا سليم، هري دلگير ۽ آسي زمينيءَ جا رايا پڻ ڪتاب ۾ ڏنا ويا آهن. ڪتاب جي آخر ۾ ڏسٽي شامل ڪئي وئي آهي، جنهن ذريعي شعرن کي صفحي وار ڳولڻ ۾ آساني ٿئي ٿي. ڪتاب جي بئڪ ٽائيٽل تي ناليواري ڪهاڻيڪاره نورالهديٰ شاهہ جو تاثر ڏنل آهي. پڪي جلد سان ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ 467 صفحا آهن، جنهن جي قيمت 250 روپيا آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو روشني پبليڪيشن 1997ع ۽ ٻيو ڇاپو 2004ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**دکن**: سنسڪرت ۾ 'دکن' جي معنيٰ ڏکڻ آهي. دکن هڪ اپ ٻيٽ آهي، جيڪو 'ونڌيا' جبل کان شروع ٿي راس ڪماريءَ تائين پکڙيل آهي. ان جي الهندي وارو ڪنارو ڪوکن ۽ ملبار سڏجي ٿو ۽ اڀرندي وارو ڪنارو ڪارو منڊل سڏجي ٿو. ڏکڻ هندستان ۾ هڪ شهر حيدرآباد دکن آهي، جتان جي اردو لهجي کي 'دکني' چئبو آهي. ولي دکني اردوءَ جو اوائلي شاعر بہ دکن جي نسبت سان 'دکني' سڏيو ويو آهي. شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ سر سارنگ ۾ جڳ مشهور طويل بيت 'سائينم سدائين، ڪريم مٿي سنڌ سڪار' ۾ دکن جو ذڪر هن ريت ڪيو آهي:

'ڪي دلي، ڪي 'دکن'، گڙن مٿي گرنار.'

**دگيجا**: تعلقي ۽ ضلعي نوشهري فيروز جي هڪ ديهہ ۽ ڳوٺ جو نالو. هن ديهہ ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

غازي وسواڻو، جمعو خان، ولي ڏنو، نظام الدين، طفيل پناڻ، علي گوهر ۽ حاجي يارو لاشاري.

**دَل**[1] (ذات): ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا جي مصنف محترم خير محمد برڙي جي لکڻ موجب هي سميجن ۽ سارين مان آهن. هي انڙن سان بہ واسطو رکن ٿا. نامور محقق ايس صادق عليءَ دلن کي ٿيٻي جو اولاد ڄاڻايو آهي. 'ڪاڪا' ذات وارن ۾ بہ دل آهن. هنن جي نيچ ملاحن سان لڳي ٿي. هي لاکي جي اولاد مان آهن. هن ذات وارا ٺٽي، ٿرپارڪر، بدين، شڪارپور، سکر ۽ ٻين ضلعن ۾ جام رهن ٿا.

دل ذات جي خاص پاڙن ۾: اگهمر، باقر، بنديپوٽا، جنجهہ، جوٽيجا، دائيداڻا، راڄيپوٽا، رماڻي، ڦل، لالاڻي، هنبڙا، رمداڻ، لاکا، نصيراڻي، سڏايا، ڪاڇيلا، ٽيٻا وغيره. سنڌ جو ناليوارو شاعر اياز گل، مشهور صحافي سردار لطف علي، صحافي اقبال دل ۽ سماجي اڳواڻ حاجي محمد دل (مٺي) بہ هن ذات سان تعلق رکن ٿا.

**دَل**[2] (ديهہ): تعلقي سيوهڻ شريف (ضلعي ڄامشوري) جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

دل، محمد بخش برهماڻي، نئون آباد قاسم علي، رند ماڇي ۽ راڻ.

**دَل** 3 (ديھ): نوشهري فيروز تعلقي جي هڪ ديھ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

بقا محمد (صاحب خان)، بروچن جو ڳوٺ، پنڻ جو ڳوٺ، قائم پٽي، ڪوٽ نور نبي، ڪوٽ غلام نبي، طفيل احمد پنجابي، فارم غلام نبي، حامي شير محمد ڏاهري، آدم لاشاري، مبارڪ لاشاري، اسماعيل ويسر ۽ لعل بخش بروهي.

**دل (Heart)**: دل انسانيُ جسم، توڙي هر هڪ ساهواري لاءِ رت جي دوري کي قائم رکڻ ۽ رت جي سرشتي کي هلائڻ جو مُک عضوو آهي. دل مخروطي شڪل (Cone-shaped) جو پورو (hollow) مشڪي عضوو (Muscular Organ) آهي. دل جو ترو (base) مٿي ۽ چوٽي (Apex) هيٺئين طرف ٿئي ٿي. نوجوان عورت جي دل جو وزن اٽڪل 225 گرام ٿئي ٿو ۽ مرد



جي دل جو وزن اٽڪل 300 گرام ٿئي ٿو. هر هڪ انسان جي دل لڳ ڀڳ 10 سينٽي ميٽر يعني چار انچ ڊگهي ٿئي ٿي ۽ انسان جي دل سندس مٺ (Fist) جي برابر ٿئي ٿي. عام طرح سان دل سراسري هڪ منٽ ۾ 70 ڌڪ (Strokes) هڻي ٿي ۽ هر ڌڪ سان دل 70 ملي ليٽر (70ml) تازو رت عضون ڏي موڪلي ٿي. اهڙيءَ طرح دل هڪ منٽ ۾ (70 ڌڪ 70x ملي لٽر رت= 490 ملي لٽر رت) اٽڪل 5 لٽر تازو رت (Oxygenated Blood) عضون ڏانهن موڪليندي آهي ۽ اوترو ئي جسم ۾ ڪتب آيل وئڙيل رت Deoxygenated Blood(Venous Blood) رت دل ۾ واپس پهچندو آهي.

**(الف) دل جي بيهڪ (Position of Heart)**: دل انسان جي سيني (ڀانڊي Thorax) ۾ ٻنهي ڦڦڙن جي وچ ۾ ۽ ڪوڙيءَ (سيني جي ٽاڪيءَ Sternum) جي پويان ٿئي ٿي. دل سيني جي بيهڪ جي حساب سان ترڇي ٿئي ٿي، تنهنڪري سندس ترو (Base) سيني جي ساڄي پاسي رڳو ٿورو حصو ٻيءَ پاسرانيءَ کان شروع ٿئي ٿو باقي دل جو سڄو حصو چوٽيءَ (Apex) تائين سيني جي کاٻي پاسي پنجين ۽ ڇهين پاسرانيءَ جي وچ تائين ٿئي ٿو. دل جون سيئي رت جون رڳون (Blood Vesseles) ۽ شريانيون (Arteries) دل جي تري (يعني سيني جي ساڄي پاسي ٻي پاسرانيءَ) وٽان دل ۾ داخل ٿين ٿيون.

**(ب) دل جي بناوت (Structure of Heart):**

**(1) دل جا اندريان عضوا (Inner Organs of Heart)**: دل جي وچ ۾ هڪ اُڀو پردو ٿيندو آهي جنهن کي Septum of Heart چئبو آهي. هي پردو دل جي تري کان شروع ٿي دل جي چوٽيءَ تائين ايندو آهي، جيڪو مٿي سنهو ۽ هيٺ ويڪرو ٿي ويندو آهي. هي پردو هڪ ويريءَ جي مثل آهي، جيڪو دل جي خانن (ڦاڪن) کي اُڀو هڪ ساڄي خاني ۽ ٻيو کاٻي خاني ۾ ورهائيندو آهي. دل جا ٻئي خانا وڏيڪ حصن ۾ ورهائجي وڃن ٿا. دل جي مٿين ٻنهي خانن کي اٽريم (Atrium) چئبو آهي، يعني هڪ ساڄو اٽريم ٻيو کاٻو اٽريم. ائين دل جي هيٺين ٻنهي خانن کي وينٽريڪل (Ventricle) چئبو آهي، هڪ ساڄو وينٽريڪل ٻيو کاٻو وينٽريڪل. دل جي هر هڪ پاسي جا هيٺيان مٿيان ٻئي خانا (Atrio-Ventricular) هڪ خاص لنگهه (Opening) جي ذريعي ملي ويندا آهن. دل جي ساڄي پاسي وارا هيٺيان مٿيان خانا (Right Atrio-Venticular) دل جي ساڄي پاسي ٽن ڇُهڻن واري ٻُنجٽيءَ (Tricuspid Valve) جي کُلي وڃڻ ڪري ملي ويندا آهن ۽ دل جي کاٻي پاسي وارا هيٺيان مٿيان خانا (Left Atrio-Venticular) دل جي کاٻي پاسي اُپريل چوٽيءَ جهڙي ٻنجٽي (Mitral valve) جي کُلي وڃڻ ڪري ملي ويندا آهن. هي ٻنهي قسمن جا ٻُنجڻا (Mitral Valve & Tricuspid Valve) رت کي رڳو هڪ طرفو خانن ۾ مٿي کان هيٺين خاني ۾ وڃڻ ڏيندا آهن. پر هنن ٻنجڻن جي ڪري رت هيٺين خاني کان مٿئين خاني ۾ واپس نه وڃي سگهندو آهي.

**دل جا تَهه (Layer of Heart):**

**(I) دل جو ٻاهريون تهه (Pericardium)**: دل جو ٻاهريون تهه ٻن ٿيلهين (Sacs) تي ٻڌل هوندو آهي. پهريون ٻاهريون ٿيلهيءَ وارو ڌاڳيدار سخت مشڪي تهه (Fibrous Kloscular) آهي. جيڪو رت کي گردش ڪرائڻ مهل رت کي ٻاهر ڌڪڻ وقت دل کي هڪ هنڌ مضبوط جهلي بيهاريندو آهي ۽ دل کي پنهنجي اصل قدرتي ويڪر (Size) کان وڌڻ ناهي ڏيندو. ٻيو هيءُ تهه اندران وري ٻن حصن ۾ ورهايل آهي، جن مان هڪ حصو Perietal Pericardium، جيڪو ڌاڳيدار ٿيلهي (Fibrous Sac) جو ٿهيل هوندو آهي. هي تَهه دل جي تري (Base) يعني مٿئين حصي کان شروع ٿي هيٺ دل جي چوٽيءَ (Apex) تائين ايندو آهي، ان تهه جي هيٺيان ٻيو تهه (Viscearal Pericarduim) يا (Epicardlium) هوندو آهي، جنهن ۾ پاڻيٺ (رطوبت) هوندي آهي.

هيءُ تهه سڄيءَ دل کي ويڙهيل هوندو آهي. هن تهه جي رطوبت جي ڪري هن کان مٿيون تهه (Parietal Pericarclium) بہ (ٻئي وچ ۾) رطوبت سان ڀريل هوندو آهي. تنهنڪري دل جي ڪم ۽ چرپر ۾ بہ آساني ٿيندي آهي ۽ دل جي ٻاهرين غلاف Pericardium جي هنن ٻنهي (هيٺين) تهن جي ڪري دل ٻن ٿيلهين (Double Sac) ۾ ويڙهيل هوندي آهي. دل جي ٻاهرينءَ تهه (Pericardium) ۾ دل جون رڳون (Vessels) ۽ شريانيون (Coronary/Arteries) ٿينديون آهن، جيڪي سيئي گڏجي دل جي رت جو سرشتو ائين برقرار رکنديون آهن، جيئن دل انسان جي عضون ۾ رت جي گردش جو نظام کي برقرار رکندي آهي.

**(II) دل جو مشڪي تهه (Myocardium Layer):** هي دل جو وچون مَشڪي تهه آهي. هن قسم جون مشڪون رڳو دل ۾ ئي هونديون آهن. هي پاڻمرادو بي اختيار هلندڙ مشڪون (Striated Volunteer Muscles) هنن مشڪن جي هلڻ ۽ هلائڻ تي انسان جو پنهنجو ڪو به وس نه هلندو آهي. هنن جي ڪوئجڻ (Contraction) ۽ ڪم جو قدرتي عمل دل جي ضرورت مطابق ٿيندو آهي. خوردبينيءَ (Microscope) وسيلي جسم جي هڏائين پڇري جي مشڪن (Skeletal Muscles) وانگر هنن مشڪن جي هر هڪ تاندوري (Fibre) ۾ ننڍڙا ننڍڙا مرڪزي (Nucleus) ذرڙا ڏسڻ ۾ ايندا آهن. جيڪي گهڻين شاخن ۾ ورهايل هوندا آهن. هر هڪ تاند وري جي شاخ جون پچرين هڪ ٻئي سان مليل هونديون آهن. دل جي مُشڪي تهن جون پتيون




ٿلهيون ٿينديون آهن. دل جي اندرين خانن (Chambers) مان آٽريم جي مقابلي ۾ وينٽريڪلس جون پتيون وڌيڪ ٿلهيون ٿينديون آهن. آٽريم جو مشڪي تهه سنهو ٿيندو آهي: ساڄي وينٽريڪل جي مقابلي ۾ کابي وينٽريڪل جو مشڪي تهه وڌيڪ ٿلهو ۽ مضبوط ٿيندو آهي. جنهن جو سبب اهو آهي ته رت جي دوري دوران کابي وينٽريڪل کي زور هڻڻو پوندو آهي.

**(III) دل جو اندريون تَهه (Endocardium):** دل جو اندريون اَستَر (Linings) دل جي خانن جو ۽ ٻُنجڻن Valves جو مٿيون استر (Upperlinings) ٺاهيندو آهي. هي تهه سنهو لسو (ترڪڻو) ۽ چلڪڻو ٿيندو آهي. جنهنڪري رَتُ دل جي خانن ۾ آسانيءَ سان ڦري سگهندو آهي.

**(ب) دل جو فعل (Function of Heart):** دل جي ڪم جو واسطو جسم ۾ رت جي گردش/ دوري (Blood Circulation) سان آهي. تازو رت (Oxygenated Blood) دل جي کابي خاني (Left Ventricle) مان اوراٽا (شاهه شريان: Aorata) ذريعي جسم ۾ ويندو آهي. جسم جي مختلف عضون کي تازو رت پهچائڻ لاءِ شاهه شريان جيئن پوءِ تيئن اڳتي هلي ننڍين وڏين شريانين (Artries) ۾ ورهائجي ويندي آهي. ايستائين جو شاهه شريان هڪ ننڍڙي شريان/ رڳ (Arterioles) ۾ ورهائجي ويندي آهي.

شريانيون جيئن جيئن ورهائجي ننڍيون ٿينديون وينديون آهن، تيئن تيئن شريانين جي پتين کي مشڪون به سوڙهو ڪنديون وينديون آهن ته رت جي رسد به عضون جي ضرورت آهر گهٽبي ويندي آهي ۽ آخر ۾ ننڍيون ننڍيون شريانيون رت جي وار نلين (Capillaries) ۾ بدلجي وينديون آهن. وار نلين جي ڇيڙي ۾ رت هڪ گهاٽي پاٽيٽ وانگي وٽڙجي ناقص رت (Blood Venous) ٿي ويندو آهي. جنهن رت ۾ ڪاربانڊاءِ آڪسائيڊ (Carbon Dioxide) مليل هوندي آهي. هتي سنهڙين پر تمام ننڍڙين نسن جي جُهڳٽي (Venules) ۾ اهو ناقص رت گڏ ٿيندو آهي، هاڻي وٽڙيل ۽ ناقص رت جي دل ڏانهن واپس ٿيڻ جو سلسلو شروع ٿيندو آهي. ننڍيون ننڍيون نسون (Veins) جيئن پوءِ تيئن وڏيون ٿي پنهنجن پنهنجن عضون مان ناقص رت ڪٺي اچي هڪ وڏيءَ نس (Venacava) ۾ پونديون آهن. اهڙيءَ طرح هيٺين ڌڙ جي عضون مان ناقص رت گڏجي اچي هيٺينءَ شاهه نس (Inferior Venacava) ۾ پوندو آهي. تنهن ڪانسواءِ هيٺين ڌڙ جي شاهه نس (IVC) ۾ جگر جي ناڙيءَ (Portal Vein) ۾ گڏ ٿيل معدي، آنڊن، لبلبلي ۽ ترڙيءَ جو ناقص رت پڻ اچي پوندو آهي. ساڳيءَ طرح جسم جي مٿين ڌڙ جي عضون جو ناقص رت دل جي ساڄي پاسي واري مٿئين خاني آٽريم ۾ اچي پوندو آهي، جتان پوءِ هن خاني جي ڪوئجڻ تي ٽڪندو ٻُنجڻو (Tricuspid valve) کلي پوندو آهي، جنهنڪري اهو ناقص رت هيٺ ساڄي خاني (Right Ventricle) ۾ پوندو آهي. جتان وري هن خاني جي ڪوئجڻ ڪري اهو رت ڦڦڙن جي وڏي شريان (Pulmonary Artery) جي ڪري ڦڦڙن تائين صاف ٿيڻ لاءِ پهچندو آهي. ڦڦڙن جي وڏي شريان اڳتي هلي ٻن شاخن ۾ ورهائبي آهي. هڪ شاخ ساڄي ڦڦڙ ڏانهن ناقص رت ڪٺي ويندي آهي ۽ ٻي شاخ کابي ڦڦڙ ۾ ڪتب آيل (ناقص) رت ڪٺي ويندي آهي. جتي هر هڪ شريان ڦڦڙن ۾ پهچڻ وقت ڪيترين ننڍين شريانين ۾ اچا به گهڻين ننڍين شريانين (Arterioles) ۾ ورهائجي، آخر ۾ ڦڦڙن جي وارنلين (Pulmonary Capillaries) ۾ ورهائجي وينديون آهن. انهن (ڦڦڙن جي) خانن ۾ موجود اوجن (Tissues) جي ڪري ناقص رت ۾ موجود ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ (Carbon dioxide) خارج ٿيندي آهي ۽ جنهن ڪان پوءِ ان ئي رت ۾ ساڳيا اوجا آڪسيجن ملائي رت کي صاف ڪري وري بيهر جسم ۾ ڪتب آڻڻ جي لائق بڻائيندا آهن. اسين جيڪو ساهه کڻندا آهيون، اُن ۾ آڪسيجن هوندي آهي، جنهن سان اسان جي جسم ۾ ڪتب آيل (ناقص) رت صاف ٿيندو آهي ۽ جيڪو ساهه اسين ٻاهر ڪيدنا آهيون، اُهو ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ هوندي آهي. جڏهن ڦڦڙن ۾ رت جي صاف ٿيڻ جو عمل مڪمل ٿيندو آهي ته اهو صاف رت ڦڦڙن جي نسن (Pulmonary Veins) ذريعي اچي دل جي مٿئين کابي خاني ۾ پوندو آهي. جتي هن خاني جي ڪوئجڻ ڪري اُپريل گنبذ (ڇهنب) جهڙو ٻنجڻو (Mistral Valve) کُلي پوندو آهي، جنهنڪري صاف رت دل جي هيٺين کابي خاني ۾ اچي پوندو آهي ۽ هن خاني جي ڪوئجڻ جي نتيجي ۾ اهو صاف (۽ هاڻي تازو) رت شاهه شريان (Aorta) جي ذريعي سڄي جسم جي عضون ۾ گردش ڪندو آهي ۽ رت جي گردش جو اُهو سلسلو جيستائين سرير ۾ ساهه آهي، تيستائين پيو هلندو آهي.

(پ) دل جي رفتار (Heart Beats): دل جي رفتار دل جي في منٽ ڌڪ هڻڻ مان ڳڻبي آهي. جنهن جا تفصيل هيٺ ڏجن ٿا:

| عمر | في منٽ ڌڪ |
|---|---|
| نئون ڄاول ٻار | سراسري 140 ڌڪ |
| هڪ سال جي عمر تائين | سراسري 160 ڌڪ |
| ٻن سالن جي عمر تائين | سراسري 110 ڌڪ |
| پنجن سالن جي عمر تائين | سراسري 94 کان 100 ڌڪ |
| ڏهن سالن جي عمر تائين | سراسري 80 کان 90 ڌڪ |
| بلوغت واري عمر دوران | سراسري 40 کان 80 ڌڪ |

نوجوان ماڻهوءَ جي دل جي سراسري رفتار 70 ڌڪ في منٽ هوندي آهي. مرد جي مقابلي ۾ عورت جي دل وڌيڪ تکڙي هلندي آهي. دل جي رفتار جي گهٽ وڌ ٿيڻ جو دارو مدار عمر کانسواءِ ماڻهوءَ جي حالتن، صحت ۽ بيماريءَ، کاڌي پيتي جي شين، رهڻي ڪهڻي، جذبات، ڏک، صدمي، دٻاءَ ساڻ پڻ آهي.

- شاعرن وٽ دل جي هڪ ٻي معنيٰ بہ آهي. ڪنهن سان دل لڳڻ، پيار ٿيڻ جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو آهي. محبوب دل ڪسي، چورائي ڪڻي وڃي ٿو. جذبن ڪي دل سان ۽ سوچن کي دماغ سان منسوب ڪيو ويندو آهي.

دل بابت سنڌيءَ ۾ ڪيترائي پهاڪا مروج آهن. جهڙوڪ: (1) دل لڳڻ: ڪنهن سان پيار ٿي وڃڻ، (2) دل لڳائڻ: محبت ڪرڻ، (3) دل ڏُکائڻ: ڪنهن جي دل رنجائڻ، (4) دل ونڊڻ: ڪنهن سان ڏُک ۾ شريڪ ٿي همدردي ڪرڻ، (5) دل ڍڪيءَ ۾ رکڻ: ڪو بہ آسرو نہ ڪرڻ، (6) دل ٽُٽي پوڻ: مايوس ٿيڻ، (7) دل آزارڻ: ڏکوئڻ، تڪليف ڏيڻ، (8) دل اٽڪائڻ:دل ڦاسائڻ (9) دل اُچاٽ ٿيڻ: گهبرائڻ، (10) دل ٻڌڻ: پڪو ارادو، جرئت ڪرڻ، (11) دل پرچڻ: ارمان ٿيڻ، افسوس ٿيڻ، (12) دل تان لهڻ: وسرڻ، (13) دل پڪي ڪرڻ: دل کي ضابطي هيٺ رکڻ، (14) دلجاءِ ڪرڻ: پڪ ڪرڻ، (15) دل سوڙهي ڪرڻ: بي همت ٿيڻ، (16) دل ڦيرائڻ: بيزار ڪرڻ وغيره.

**دلارام** (ڪتاب): دلارام، سنڌي ادب جي نامور عالم ۽ اديب مرزا قليچ بيگ جو قصو/ ناول آهي. مرزا صاحب هن ناول بابت لکي ٿو تہ: ”هيءُ قصو دلڻون جوڙيل نہ آهي ۽ نہ ڪنهن ٻئي ڪتاب تان ورتل آهي. هن ۾ ڪا ڪوڙي آکاڻي يا نہ ٿيڻ جهڙي ڳالهہ بہ بيان ٿيل نہ آهي، نہ ڪو هن ۾ ديو نہ وري ڪاپڙي آهي. رواجي اتفاقن ۽ دنيائي وهنوار ۽ هلت چلت جو هن ۾ ذڪر ٿيل آهي. نيڪي بدي ڪرڻ مان جي نتيجا نڪرن ٿا، سي چڱيءَ طرح هن ۾ ڏيکاريل آهن“. مرزا صاحب هيءُ قصو نهايت ئي سليس عبارت ۽ عام اصطلاحن سان لکيو




آهي. هن ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ هڪڙي ننڍي نصيحت بہ ڏني وئي آهي. هن ڪتاب جي نئين ايڊيشن جا ٻہ لفظ محمد ابراهيم جويي لکيا آهن. هن ڪرائون سائيز جي ڪتاب ۾ 87 صفحا آهن. ۽ جو ملهہ 1 روپيو آهي. هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ جي ان وقت جي سيڪريٽري محمد ابراهيم جويي اسلاميہ پريس حيدرآباد سنڌ مان ڇپائي 1957ع ۾ پڌرو ڪيو هو.

**دل اندر درياءُ** (ڪتاب): ڪتاب ’دل اندر درياءُ‘ نالي واري ڪهاڻيڪار مدد علي سنڌيءَ جي سمورين لکڻين جو ڪليات آهي، جنهن ۾ سندس ڪهاڻين جا ٻہ مجموعا، هڪ ناوليٽ، هڪ سفرنامو هڪ شعري مجموعو مضمونَ، قرة العين حيدر جي ڪهاڻين جو مجموعو (ترجمو) ۽ خط شامل آهن. ڪهاڻين جي پهرئين ڪتاب ’دل اندر درياءُ‘ (1980ع) جو مهاڳ نورالهديٰ شاهہ جو لکيل آهي، ۽ هن ڪتاب ۾ مدد علي سنڌيءَ جون 11 ڪهاڻيون ۽ ڪهاڻين جي ٻئي ڪتاب ’هستيءَ جي اجاڙ ايوان ۾‘ ۾ ليکڪ جون 6 ڪهاڻيون شامل آهن. جڏهن تہ ناوليٽ جو نالو ’هو جي مٺا ماڳ ۾‘ آهي.




مدد علي سنڌيءَ جو هن ڪليات ۾ شامل سفرنامو ’شهر صحرا پائينان‘ 2003ع ۾ ڇپيو هو جنهن جو مهاڳ- I، شوڪت شوري ۽ مهاڳ- II، تاج بلوچ جو لکيل آهي. مدد علي سنڌيءَ جي شاعريءَ جي مجموعي ’پنر ملن‘ جو پهريون ڇاپو 1982ع ۾ شايع ٿيو هو.

هن ڪتاب ۾ مدد علي سنڌيءَ جا 9 مضمون ۽ هڪ ايڊيٽوريل بہ شامل آهن. ان کان سواءِ قرة العين حيدر جي ڇهن ڪهاڻين جي ترجمي جو پهريون ڪتاب بہ شامل آهي، جيڪو 1982ع ۾ شايع ٿيو هو.

هن ڪتاب ۾ قرة العين حيدر جي لاڏاڻي تي مدد علي سنڌيءَ جو لکيل طويل تاثراتي ۽ تحقيقي مضمون ’ڪڙا ڪوٽ پڳياس تہ ملڪ نہ مارو ساڳيا‘ بہ ڏنو ويو آهي. ان کان سواءِ آخر ۾ مدد علي سنڌيءَ ڏانهن مشتاق احمد شوري، لعل پشپ، حميد جعفريءَ ۽ پروفيسر عبدالرحمان سيال جا خط، جڏهن تہ مدد علي سنڌيءَ جا شيخ اياز ڏانهن ٻہ ۽ اياز گل ڏانهن هڪ خط بہ شامل آهي. ’دل اندر درياءُ‘ ڊيمي سائيز جي 1059 صفحن تي مشتمل آهي. ع. ق. شيخ جي چئورنگي ٽائيٽل وارو هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشوري، 2008ع ۾ شايع ڪيو آهي ۽ ان جي قيمت 700 روپيا آهي.

**دُلان نئڻ**: دُلان نئڻ ضلعي قنبر- شهداد ڪوٽ ۾ آهي. هيءَ نئڻ چانڊين جي جاگير جي وڏين نئين مان هڪ آهي. هن نئڻ ۾ مختلف هنڌن تان نئڻ شهار، نئين ڪيهر جي راڄ، سگهرو ۽ سالاري نئڻ جو پاڻي پوي ٿو. هن نئڻ تي ڪاڇي جي تمام سٺي آبادي ٿئي ٿي. هن نئڻ جي اوڀر ۾ سگهرو نئڻ آهي.

**دلاور**: تعلقي اباوڙي ۽ ضلعي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ امام بخش گرگيج نالي هڪ ڳوٺ شامل آهي.

**دلاورپور** (ديهہ): ضلعي ۽ تعلقي جيڪب آباد جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

عبدالله لاشاري، واڌومل عرف عظيم گولو الهہ بخش (ڦتل)، جلال بروهي، لعل بخش ٻگهيو

**دلاور خانجي**: سنڌ جو اڳوڻو گورنر نواب محمد دلاور، نواب مهابت خان جو فرزند هو. سندس جنم 23 جون 1922ع تي ٿيو. ڇهن سالن جو ٿيو ته ڪئپٽن هاروي جونس وٽ پڙهڻ لڳو. 1936ع کان 1943ع تائين هي برطانيه ۾ پڙهيو ۽ پوءِ انڊين سول سروسز ۾ شامل ٿيو ۽ جهوناڳڙهه رياست جي مختلف سرڪاري ادارن ۾ تربيت ورتائين. 1947ع ۾ والد سان گڏ پاڪستان آيو. 1959ع ۾ والد جي وفات بعد هي جهوناڳڙهه رياست جو نواب بڻيو. دلاور خانجي مارچ 1976ع کان جولاءِ 1977ع تائين سنڌ جو گورنر رهيو. گڏوگڏ هي مختلف سماجي ادارن سان گڏجي فلاحي ڪمن ۾ پڻ مصروف رهيو.



**دلاور خان هالاڻي**: دلاور بابت 'تاريخ ڪلهوڙا' ۾ غلام رسول مهر ڄاڻايو آهي ته: "دائودپوٽن ۽ ڪلهوڙن جي وچ ۾ اختلاف شروع ڪان ٿي هئا. ميان نور محمد خان پنهنجي دؤر ۾ دائود پوٽن کان سنڌ جا باقي علائقا وٺڻ جو فيصلو ڪري چڪو هو. ميان نور محمد خان وٽ جڏهن دائودپوٽن جو خاص ماڻهو ملا جنيد اچي پيش پيو، تڏهن ميان نور محمد کيس چيو ته جيڪڏهن تون واقعي دائود پوٽن کان پنهنجا تعلق ٽوڙي چڪو آهين ته ان لاءِ توکي عملي ثبوت ڏيڻو پوندو. ملا جنيد ثبوت ڏيڻ لاءِ تيار ٿي ويو، جنهن تي ميان نور محمد خان چيس ته توکي دلاور خان هالاڻيءَ کي قتل ڪرائڻو آهي. ملا جنيد اهڙو شرط قبول ڪيو. دلاور خان هالاڻي دائودپوٽن ۾ وڏو بهادر مڃيو ويندو هو.

ڪيس مارائڻ جو مقصد دائودپوٽن جي طاقت ختم ڪرڻ هو. ملا جنيد جي ويجهن دوستن ۾ ايوب نالي هڪ شخص هو، جيڪو دلاور خان جو گهاٽو دوست هو. ملا جنيد ايوب کي چيو ته دلاور خان کي مون وٽ وٺي اچ. ايوب هڪدم دلاور خان کي ملا جنيد وٽ وٺي آيو ۽ ملا جنيد دلاور خان سان ملڻ ڪانپوءِ کيس پنهنجي پاڻٽي ۽ پاڻيجي جي وچ ۾ ويهاريو. ملا جنيد اڳ ۾ ڪجهه ماڻهو تيار بيهاريا هئا. جڏهن دلاور خان جو ڌيان ڳالهين ۾ لڳي ويو، تڏهن مقرر ٿيل ماڻهن دلاور خان تي لڪي حملو ڪري ڏنو. دلاور خان وڏو بهادر هو، اهو به هڪدم اٿي وڙهڻ لڳو پر ماڻهن جي گهڻائيءَ سبب دلاور خان سخت زخمي ٿي ڪري پيو. مقرر ٿيل ماڻهن اچي تلوارن سان بيهر حملو ڪري ڪيس ماري وڌو ۽ دلاور خان جي لاش کي ٽڪرن ۾ ورهائي ڇڏيو. دلاور خان جهيڙي ۾ مرندي مرندي ملا جنيد جي پاڻٽي ۽ پاڻيجي کي به قتل ڪري ڇڏيو. دلاور خان جو خاص غلام اهو لقاءُ ڏسي هڪدم وڃي پيگو ۽ سچي حقيقت دائود پوٽن کي ٻڌايائين. اهڙيءَ طرح دائود پوٽن سان ميان نور محمد خان جي دشمني ظاهر ٿي پئي.

**دلاور شجراهه** (ديهه): تعلقي خانپور ۽ ضلعي شڪارپور جي ديهه مير محمد پهوڙ ۾ آباد هڪ ڳوٺ جو نالو جتي پرائمري اسڪول ۽ هزار کان مٿي آبادي آهي.

**دلاور علي فقير 'دلاور'**: دلاور علي فقير 'دلاور' جو شمار شاهه عنايت شهيد جي سلسلي جي شاعرن ۾ ٿئي ٿو ڊاڪٽر محمد علي مانجهيءَ پي. ايڇ. ڊي جي ٿيسز 'صوفي شاهه عنايت شهيد ۽ سندس سلسلي جا شاعر' ۾ ڄاڻايو آهي ته: فقير دلاور علي ابن رستم علي روهڙيءَ جي هڪ ڳوٺ ۾ 1844ع ڌاري ڄائو سنڌيءَ جا ٻه درجا اچا مس پڙهيو هو ته سندس وڏا لڏي تعلقي ميرواهه جي هڪ ڳوٺ ۾ وڃي ويٺا، تنهنڪري سندس تعليم اڌ ۾ رهجي وئي. سندس دل ننڍي هوندي کان ئي فقيريءَ ڏانهن مائل هئي. تجل ۾ صوفي سلام الله عرف ٽر ڏٽيءَ جي درگاهه تان منزل مليس، جتي ڪيئي راتيون گذاريائين. دلاور فقير ڳوٺ تجل تعلقي ناري ۾ 1894ع ۾ وفات ڪئي. سندس شاعري ته ٻين صنفن تي به ڪيل آهي، پر اها سڄي گم ٿي وئي. هن وقت سندس شاعريءَ مان فقط ڪجهه مولود ماڻهن جي زبانن تي رهيا آهن. نموني طور هڪ مولود جا ڪجهه بند هيٺ ڏجن ٿا:

ساهه سيد کي منهن جو ساري، شال ڏاتر ڏيهه ڏيکاري!
وڄڙيون چمڪن بادل برسن، تاڙو خوب تنواري. . .،
گهر ٽڙ گهوريم ڏونگر ڏوريم، ڪارڻ ڪانڌ ڪوهياري. . .،
آءُ عجيبا، تن جا طبيبا! مرض وڏي آهيان ماري. . .،
دلاور ڇئي ويندياس درن مٿينڊياس جاسين رب جياري. . .

**دلاهه ڦاٽ**: دلاهه ڦاٽ، دادو ضلعي جي تاريخي ڳوٺن پاٽ ۽ رڪڻ کان اوپر تي هڪ قديمي ڦاٽ هو. جيڪو پراڻي بندر رڪڻ جي اتر اوپر ۾ هو. دلاهه پوءِ ڍوري جي صورت اختيار ڪئي. هن مان ونگ واهه ۽ نور واهه نڪرندا هئا. دلاهه تاريخي ڦاٽ آهي، جيڪو پاٽ پراڻيءَ جيترو قديم هو. قديم زماني ۾ دلاهه ٻيڙين جي مال لاهڻ چاڙهڻ لاءِ هڪ اهم ٽڙ ۽ ڍوري جو ڦاٽ هو. سگهڙ صالح ملاح جو اُن بابت هڪ بيت ملي ٿو:

دلبر ۽ دلاهه، ونگ ٻنهي جي وچ ۾،
چوراڻي ۾ چلهڙ ٿيو ڪُنڊيون چرن ڳاهه،
ٻه اڪيون ٿيون ساهه، ساري شهر رڪڻ کي.

هن بيت ۾ دادو تعلقي جي ٽن تاريخي واهن: دلاهه، ونگ واهه ۽ دلبر واهه جو ذڪر آهي، جيڪي پنهنجي خطي ۾ آبادي جو ذريعو هئا.

**دلائل الخيرات** (ڪتاب): درود شريف جي مستند صحيفن تي مشتمل مقبول ڪتاب نامور عالم دين ابو عبدالله سيد محمد بن سليمان جزولي رح جو تحرير ڪيل آهي. هن ڪتاب جو سنڌي مترجم علامه عبدالوحيد جان سرهندي فاروقي آهي. ڪتاب جو مقدمو مترجم جو لکيل آهي، جنهن ۾ مصنف جي سوانح حيات تحرير ڪيل آهي. 'دلائل الخيرات' ڪتاب پڙهڻ جي اجازت درگاهه مجدديه ٽنڊي سائينداد جي سجاده نشين ۽ مترجم جي والد آغا عبدالحميد جان سرهندي مجدديءَ طرفان سڀني مريدن، مخلصن ۽ عام مسلمانن کي ڏني آهي. هن ڪتاب ۾ اسماءُ الله الحسنيٰ، افتتاحي دعا، درود شريف جون فضيلتون، اسماءُ النبي الڪريم صلي الله عليه وسلم، دلائل الخيرات پڙهڻ جي نيت ۽ روضئہ الطهر جي تعريف (صفة الروضة) شامل آهن.



مترجم دلائل الخيرات کي ائين حصن ۾ ورهايو آهي، جنهن جو پهريون حصو جمعي جي ڏينهن، ٻيو حصو ڇنڇر جي ڏينهن، ٽيون حصو آچر جي ڏينهن، چوٿون حصو سومر جي ڏينهن، پنجون حصو اڱاري جي ڏينهن، ڇهون حصو اربعا جي ڏينهن، ستون ۽ اٺون حصو خميس جي ڏينهن اختتامي دعا سان گڏ پڙهڻ جي باري ۾ لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ مشهور 'قصيده برده شريف' به ترجمي سان شامل ڪيو ويو آهي. چار رنگي ٽائيٽل سان ڊيمي سائيز جي 346 صفحن جو پڪي جلد وارو هي ڪتاب، مهراڻ اڪيڊمي، شڪارپور، 2009ع ۾ شايع ڪيو آهي، جنهن جي قيمت 180 روپيا ڄاڻايل آهي. هي ڪتاب جو ٽيون ڇاپو آهي.

**دلائي لاما:** 'دلائي لاما' جو لفظي مطلب 'عظيم استاد' آهي. دلائي لاما، ٻڌمت جو هڪ روحاني اڳواڻ ٿي گذريو آهي، جيڪو گهڻو وقت اڳ تبت جو حڪمران هو. لاما کي ٻڌ جو اوتار سمجهيو ويندو آهي. روايت آهي ته موت وقت هن جو روح هڪ نئين ڄمندڙ ڇوڪري جي جسم ۾ داخل ٿئي ٿو، جيڪو پوءِ روايتي آزمائشن تي پورو لهي نئون دلائي لاما ٻڌجي ٿو. دلائي لاما جو پهريون لقب اختيار ڪندڙ سونم گياشو هو، جنهن کي منگول سردار الطان خان اهو لقب ڏنو هو. اڳوڻن پيشوائن کي به لاما سڏيو ويندو ويو. 1950ع ۾ جڏهن چيني ڪميونسٽن تبت تي قبضو ڪيو ته چوڏهين دلائي لاما ٽينزن گياسو سان سندن تڪرار وڌندو ويو. 1959ع ۾ هڪ ناڪام بغاوت ڪانپوءِ هُو ملڪ ڇڏي هندستان ۾ رهڻ لڳو. 1989ع ۾ هن کي تبت ۾ چيني حڪومت خلاف عدم تشدد واري احتجاج تي امن جو نوبل انعام ڏنو ويو. 1995ع ۾ نئين نائب جي نامزدگيءَ تي دلائي لاما جا چيني حاڪمن سان اختلاف ٿيا. 1996ع ۾ هن Violence and Compassion نالي ڪتاب شايع ڪيو. جنهن ۾ هڪ فرانسيسي اسڪرپٽ رائٽر سان گڏ هن سياسي ۽ روحاني دلچسپيءَ جي موضوع تي لکيو.


پهريون دلائي لاما: Gendun Drup

ٻڌمت جي عقيدي موجب دلائي لاما 1391ع ڪانپوءِ 14 ڀيرا دنيائي روپ ڌاريو آهي، جڏهن به ڪو دلائي لاما مرندو آهي ته تبت جا لاما ان جي نئين مجسم صورت لاءِ نڪري پوندا آهن، يعني ان جي موت ڪانپوءِ جنم وٺندڙ ڪنهن ڇوڪري کي تبتي ٻڌ برادريءَ جو اڳواڻ ٻڌايو ويندو آهي. تيرهين دلائي لاما جي وفات تي پڪشوئن کي سندس جانشين ڳولڻ لاءِ ڇهه سال لڳا. انهن ڳولا دوران مختلف علامتن تي نظر رکي، جنم ڪنڊلين کي ڏٺو، خوابن ۽ روحن تي غور ڪيو ۽ ٻين شين مان اندازو لڳايو ته سندن ڳولا جي شروعات ڪٿان ڪرڻ گهرجي. روايت آهي ته تيرهين دلائي لاما جي موت ڪانپوءِ سندس لاش خود اشارو فراهم ڪيو، يعني اُن جو منهن اتر طرف مڙي ويو، جنهن مقبري ۾ ڪيس رکيو ويو، ان جي اترينءَ پٽ تي ستاري جي شڪل اُڀري آئي ۽ لامائن فيصلو ڪيو ته پنهنجي ڳولا ان طرف ڪرڻ گهرجي. ڳولا دوران انهن سمورين وصفن جو خيال رکيو ويندو آهي، جيڪي دلائي لاما ۾ هجڻ گهرجن.


موجوده دلائي لاما Tenzim Gyatso

هن وقت Tenzin Gyatso، چوڏهون دلائي لاما آهي، جيڪو 15 سالن جي عمر ۾ 17 نومبر 1950ع تي دلائي لاما منتخب ڪيو ويو.

**دلبر پٽ مُنهنجو (ڪتاب):** هي ڪتاب هند ۾ سنڌي ٻوليءَ جي نامور ڪهاڻيڪار، مصور ۽ شاعر چترو ناگپال جي پنهنجي پُٽ جي نوجوانيءَ ۾ دکدائڪ وڇوڙي تي لکيل طويل نظم (ڪوتا) تي مشتمل آهي. چترو ناگپال ڪتاب جي ابتدا ۾ هندي شعر جي هڪ سٽ ڏني آهي، جنهن جو مفهوم آهي ته: "ڪنهن پياري جي وڇوڙي مان پيدا ٿيل برهه جو سوز ئي ساهت جي سيني جذبن جي جان آهي". ڪتاب تي هري موٽواڻيءَ کان سواءِ نند جويريءَ جو تفصيلي مهاڳ به لکيل آهي. ڊيمي سائيز جي 60 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 25 روپيا آهي. هي ڪتاب پرڪاش ايچ. موٽواڻيءَ ممبئيءَ مان ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.




**دلبو:** شڪار جو هڪ طريقو آهي، جيڪو خاص ڪري آبي پکين لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي. شڪاري، بدڪ جي شڪل جهڙو ڪاٺ جو هڪ بوتو مٿي تي پائي هيٺ پاڻيءَ ۾ ڳجهڙو ترندو هلندو آهي ۽ پکي ائين سمجهندو آهي ته هيءُ به ڪو پکي آهي، سو اڏامندو نه آهي. تان جو شڪاري وڃي پکيءَ کي ٽنگن ۾ جهليندو آهي. ان ڪري هن قسم جي شڪار کي 'دلبو' چئبو آهي. دلبي جي لغتي معنيٰ دوکو ۽ دولاب آهي. شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو به هن شڪار واري طريقي جو مشاهدو هو. جنهن جو ذڪر سندس شاعريءَ ۾ هينئن ريت ملي ٿو:

دلبو منجهه درياهه، پسي پکي آئيا،
ويچارا ويساهه، آٽي اُت اڙائيا!

**دل تنهنجي منهنجي هڪ آ (ڪتاب):** هن ڪتاب ۾ صوفياڻي ۽ روحاني ڪلام ۽ ڏوهيڙا شامل آهن، جنهن جي چونڊ آنند جي. مولچنداڻي ڪئي آهي. هن چونڊ ڪلام ۾ آئل، احسن، استاد بخاري، تاجل بيوس، بيڪس، پريتم، پهلاج، جيوت سنگهه، جاڻڻ ڊکايل، رام پنجواڻي، سليمان، سچل سرمست، شاهه لطيف، نارائڻ شيام، ضيا پرسرام، طالب المولىٰ، عالم خان، ڪوجهي، ڪمل پياسي، لڇمڻ ڪومل، پريو وفا، خاڻ ۽ ٻين جا ڪلام ڏنا ويا آهن، جن ۾ خاصو حصو ماسٽر چندر جي ڳايل ڪلامن جو آهي.




100 صفحن جي ڊيمي سائيز جي ڪتاب جي قيمت 150 روپيا آهي ۽ هي ڪتاب آنند جي. مولچنداڻيءَ نئين دهليءَ مان آگسٽ 2007ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**دل تہ چوي ٿي (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب سنڌ جي ناليواري شاعر ڊاڪٽر مشتاق ڦُل جو شعري مجموعو آهي، جنهن ۾ غزل، نظم، گيت، وايون ۽ دوها شامل آهن. هن ڪتاب ۾ مهاڳ وغيره شامل نہ آهي. البت ليکڪ ۽ پبلشر مرتضيٰ سيال پاران نوٽ شامل آهن. ڪتاب جي بئڪ ٽائيٽل تي تاجل بيوس، ذوالفقار سيال، زاهد راڄپر ۽ مظهر خاصخيليءَ جا تاثرات ڏنا ويا آهن. پڪي جلد سان ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ 206 صفحا آهن. هي ڪتاب سنيهو پبلشرز ڄام شوري، 2010ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جي قيمت 175 روپيا آهي.




**دلپاڪ:** هي پٿر جو هڪ قسم آهي، جنهن کي عربيءَ ۾ حجر الاخضر فارسيءَ ۾ سنگ سبز چيو ويندو آهي. حڪيمن موجب هي پٿر مزاج ۾ سرد خشڪ ٿئي ٿو ۽ دل ۽ دماغ لاءِ مفيد آهي. هن کي گلاب جي پاڻيءَ ۾ گهي پيارڻ سان گرم تپ، الٽي، مثاني ۽ گردي جي پٿريءَ جي نيڪال ۾ فائدو ٿئي ٿو.



**دلپاڪ (ڳهہ):** دلپاڪ، ڳچيءَ ۾ پائڻ جو هڪ قسم جو ڳهہ آهي، جيڪو سون ۽ چانديءَ جي زنجير ۾ دل جي نموني جهڙو پيل هڪ پتلو هوندو آهي. هن جو عربي ۾ نالو حجر الاخضر فارسي ۾ سنگ سبز ۽ دلپاڪ آهي. هي ڳهہ خاص ڪري خواجہ ڪميونٽيءَ جون عورتون پائين ٿيون. دلپاڪ جي زنجير جو پتلو دل تائين لڙڪيل هوندو آهي. دلپاڪ تي پنجن تنن سڳورن جا نالا اُڪريل هوندا آهن. دلپاڪ مسلم فرقن سان تعلق رکندڙ عورتون ۽ مرد بہ پائيندڙيون آهن ۽ اهي مقدس نالا پنهنجي پسند جا لڪائيندا آهن. ڪي ڪلما اڪرائيندا آهن. هي ڳهہ نهايت احترام، ادب ۽ پاڪائيءَ سان پاتو ويندو آهي.

**دلپت صوفي:** سنڌ جي ڪلاسيڪي شاعريءَ ۾ ويدانتي ڪڙيءَ جي مشهور ويدانتي شاعر، صوفي دلپت جو جنم سنڌ جي قديم شهر سيوهڻ ۾، ناواڻي آکہ ۾، 1769ع ڌاري ٿيو. سندس اصل نالو پائي دلپترام هو. هن سنڌي ۽ فارسيءَ جي تعليم سيوهڻ مان حاصل ڪئي. تعليم حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ مير صاحبن وٽ ڪاردار مقرر ٿيو ۽ ملازمت نهايت سچائيءَ ۽ ايمانداريءَ سان ڪيائين. اهوئي سبب آهي جو مير صاحب سندس تمام گهڻي عزت ڪندا هئا. سيوهڻ ۾ قلندر لعل شهباز جي درگاهہ تي دنيا جي ڪيترن ملڪن کان عقيدت مند، صوفي فقير ۽ درويش ايندا رهندا هئا، اُتي صوفي دلپت جون صوفين ۽ سنتن سان روح رهاڻيون ٿينديون رهنديون هيون.

اهڙيءَ ريت هو دنياداريءَ کان دور ٿي فقيريءَ طرف مائل ٿيو هڪ ڀيري ڪنهن ڪيس ٻڌايو تہ صوفي فقير پائي آسرداس بوبڪ وارو آيل آهي. هو سڌو وڃي فقير صاحب جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ سندس صحبت ۾ رڇي ريٽو ٿيو. بروقت ملازمت تان استعيفا لکي، ڪوٽار هٿان مير صاحبن کي موڪلي ڏنائين.

صوفي دلپت جو قد ڊگهو ۽ اڪيون وڏيون هيون. جيڪي سدائين لال رهنديون هيون. سهڻي صورت وارو جوان هو ۽ سندس چهرو رعبدار هو اڪثر ڪٽ تي ويٺل هوندو هو ۽ سندس پير ۾ تراز پئي هوندي هئي. شمس العلماء ڊاڪٽر عمر بن دائود پوٽي صوفي دلپت جي شخصيت بابت لکيو آهي تہ: ”پائي دلپت رام صوفي اصل سيوهاڻي آهي، پر پوءِ حيدرآباد ۾ وڃي رهيو ان وقت جي حاڪمن يعني ميرن وٽ گهڻي عزت هوندي هئس. پاڻ بہ وڏي ڏيا ۽ حيثيت وارو انسان هو. ڪنهن کي بہ سندس روبرو اچائي گفتگو ڪرڻ جي همت نہ ٿيندي هئي. بي پرواهہ بہ هڪڙو هو جي پنهنجي من موج ۾ هوندو هو تہ ڪنهن ڏي اک کڻي بہ نہ نهاريندو هو توڪلي بہ اهڙو هوندو هو جو سج لٿي ڪانپوءِ ڪاڏي پيتي جا ٽانوَءَ مٽ ڌلا اونڌا ڪري ڇڏيندو هو صوفي دلپت جو ستگرو پائي آسرداس جيئن تہ جهوڪ شريف واري درگاهہ جو مريد هو تنهنڪري هو بہ اڪثر جهوڪ شريف ويندو رهندو هو. ڪڏهن ڪڏهن سانگهڙ پاسي ڪبير جي کوهہ تي سائين فضل الله جي صحبت ۾ رهندو هو. سندس چار ٻالڪا هئا، جن جا نالا هن ريت آهن: پائي ڪيشورام، پائي ڪيمچند ڪرپالاڻي، پائي پوجنداس ۽ پائي گنگارام جهانگارن وارو. پر انهن مڙنيءَ ۾ ڪيس پائي ڪيشورام وڌيڪ پيارو هوندو هو تنهنڪري پنهنجي گادي، گهرواري جاءِ ۽ ٺڪاڻو (مندر) ان جي حوالي ڪيائين. درد سوز وارو فقير هو سندس اڳيان ڪنهن کي سوز ۽ درد وارو ڪلام چوڻ جي اجازت نہ هئي.“

دلپت، سچل، بيدل ۽ ساميءَ جو همعصر هو. پر ويدانتي شاعريءَ جي حوالي سان ساميءَ جي جوڙ جو هو.

دلپت جي ڪلام ۾ هيڪڙائي ۽ نصيحت جا نُڪتا ۽ اخلاقي سبق سمايل آهن ۽ ساميءَ وانگر ممتا مارڻ تي زور ڏنل آهي.

ورهاڱي کان اڳ دلپت صوفيءَ جو چونڊ ڪلام نصاب ۾ شامل هوندو هو. اهڙن ڪتابن ۾ نارائڻ داس ميوارام پمپاڻيءَ جو چونڊ نظم ۽ نثر وارو ڪتاب ’ادبي گلشن‘ 1945ع ۾ ڪراچيءَ مان شايع ٿيو هو. ان کان اڳ 1943ع ۾ ڊاڪٽر دائودپوٽي جي تيار ڪيل ڪتاب ’ادبي گلشن‘ جو بيو ڇاپو ڪجهہ اختصار سان شايع ٿيو هو. ان کان سواءِ ورهاڱي کان اڳ ڪرائون سائيز ۾ ’دلپت صوفيءَ جو ڪلام‘ ڪوڙي مل چندن مل ڪلناڻيءَ ڇپايو هو. 1959ع ۾ ’سُک جي سوغات‘ (سنتن جو سنيهو) نالي هڪ ڪتاب پروفيسر رام پنجواڻيءَ بمبئيءَ مان ڇپرايو هو جنهن ۾ الف بي وار صوفي سنتن جو ڪلام ڏنل آهي. جنهن ۾ ص 183 کان ص 188 تائين دلپت جون اٺ ڪافيون شامل آهن. مشهور اديب لطف الله بدويءَ ’تذڪره لطفي‘ جي جلد ٻئي ۾ دلپت جي مختصر سوانح حيات ۽ ڪلام جو نمونو بہ ڏنو آهي.

صوفي دلپت سنڌي سرائڪي، هندي توڙي فارسيءَ ۾ شاعري ڪئي ۽ کيس مٿين مڙني زبانن تي ملڪو حاصل آهي. هن کي روحل، ساميءَ کان پوءِ سنڌي ويدانتي شاعريءَ ۾ ٽئين نمبر وڏي شاعر جو درجو حاصل آهي.

ڊاڪٽر نواز علي 'شوق' ڪراچي مخزن ۾ سيد حسام الدين راشديءَ جو حوالو ڏيندي ڄاڻائي ٿو: 'فارسي جو پرگو شاعر هو سندس مثنوي 'جنگ نامہ' جو هڪ نسخو راءِ بهادر ڏيارام جي ڪتبخاني ۾ موجود هو'

دلپت صوفيءَ جي شاعريءَ جا ماضيءَ ۾ ٻہ ڪتاب ڇپيل نظر اچن ٿا: (1) صوفي دلپت رام جا سنڌي سلوڪ (مرتب: پروفيسر مولچند ٺڪر: 1938ع)، (2) ديوان دلپت (گدو مل هرجاڻي: 1956ع). انهن ڪتابن کي آڏو رکي هند ۾ سنڌيءَ جي مشهور شاعر گوپال ٺڪر 2009ع ۾ دلپت صوفيءَ جو مڪمل ڪلام 'جي پائين جوڳي ٿيان' جي عنوان سان ڇپايو آهي، جنهن ۾ سندس اڻلڀ 9 ڪافيون بہ شامل آهن.

هن 80 ورهين جي ڄمار ۾ 1849ع ۾ لاڏاڻو ڪيو. سندس آستانو حيدرآباد، سنڌ ۾ آهي.

**دلپت صوفيءَ جو ڪلام** (ڪتاب): هي ڪرائون سائيز ڪتاب ڪوڙي مل چندن مل ڪلناڻيءَ جو مرتب ڪيل هو، جنهن جي قيمت ٻہ آنا هئي. ڪوڙي مل، سنڌي ساهتيہ منڊل، حيدرآباد طرفان ورهاڱي کان اڳ شايع ڪيو ويو هو.

**دلپسند آکاڻيون** (ڪتاب): هي ڪتاب اڌارام ٿانورداس جو لکيل آهي، جنهن جي پهرئين ڇاپي جي قميت 8 آنا آهي. تعليم ڪاتي ڪراچي، تعليم ڪاتي جي پريس مان پهريون ڇاپو 1870ع ۾، ٻيو 1871ع ۾ ڇپيو. ٻئي ڇاپي جي قيمت 7 آنا هئي.

**دلپسند شهزادو** (ڪتاب): هي ڪتاب محمد حسن هاليپوٽي جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب ۾ 78 صفحا آهن ۽ هن ڪتاب جي قيمت 1 روپيو آهي. ڇاپو پهريون هاليپوٽو پبليڪيشن پريس بدين، 1951ع ۾ ڇپايو آهي.

**دلپسند قصا** (ڪتاب): هن ڪتاب جو ليکڪ مرزا قليچ بيگ آهي. ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب ۾ 279 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت 4 آنا آهي. هن ڪتاب جو ڇاپو پهريون قيصريہ پريس حيدرآباد مان 1914ع ۾ ڇپايو.

**دل جون ڳالهيون** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي ناليواري عوامي شاعر مرحوم احمد خان 'مدهوش' جي شاعريءَ تي مشتمل آهي، جنهن ۾ شاعريءَ جون مختلف صنفون ڏنل آهن. هن ڪتاب جو ڪو بہ مهاڳ وغيره نہ آهي. اداري پاران ناشر جو نوٽ سنڌي ادبي بورڊ جي ان وقت جي سيڪريٽري شمشير الحيدريءَ لکيو آهي. احمد خان مدهوش جو هي پهريون شعري مجموعو آهي. سندس شاعريءَ ۾ محبت جا رنگ ۽ سماجي پهلو نمايان نظر اچن ٿا. 230 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب 1993ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ڄامشوري ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪچي جلد جي هن ڪتاب جي قيمت 40 روپيا آهي. هن ڪتاب ۾ سندس سرائيڪي ۽ سنڌي ڪلام شامل آهي.







**دل جي دنيا** (ڪتاب): هي ڪتاب نامور ڪهاڻيڪار امر جليل جي ڪهاڻين تي مشتمل آهي، جنهن جو مهاڳ بہ ليکڪ پاڻ لکيو آهي. هي ڪتاب پاڪستان رائٽرز گلڊ ۽ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ پاران انعام يافتہ آهي.

ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب 208 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي قيمت 80 روپيا آهي. هن ڪتاب کي ٿاني ڪميونيڪيشنز ڪراچي پاران مارچ 1984ع ڌاري ڇپائي پڌرو ڪيو ويو هن ڪتاب جا ڪيترائي ڇاپا اچي چڪا آهن.

**دلچند**: تعلقي مورو ۽ ضلعي نوشهري فيروز جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

چندن جو ڳوٺ، پٽامياڻي، دلن جو ڳوٺ، عبدالرحمان دل، حاجي ڪريم بخش جتوئي ۽ جنگو چانڊيو.

**دلدار فقير جو دستخط نسخو**: سر ڪلياڻ سان شروع ٿيندڙ شاهہ جي رسالي جو هي قلمي دستخط، 254 صفحن تي مشتمل آهي. هن ۾ سُر ڏول مارئي ۽ سُر بسنت کان سواءِ 34 سر، 2915 بيت ۽ 174 وايون ڏنل آهن. رسالي جي آخر ۾ ڪاتب دلدار فقير پنهنجو نالو هن طرح آندو آهي:

فقير مسڪين دلدار جيون،

رسن عاجزيون عذر خواهيون اپارا.

هن نسخي جو سن ڄاڻايل ڪونهي، البت پهرئين صفحي جي هڪ پاسي تي مستطيل مهر لڳل آهي، پر اها بہ ايتري صاف نہ آهي، جو پڙهي سگهجي. رسالي جي قيمت چار روپيا لکيل آهي. ٻئي صفحي تي ڏيڍ انچ ڪن وڏي بيضوي مهر لڳل آهي، جنهن ۾ سن 1338هہ ۽ مسڪين فتح الدين شاهہ غني اڪريل آهي، يعني تہ ان سال هي رسالو سيد فتح الدين شاهہ جي ملڪيت ٿي رهيو آهي. رسالي جو ڪاغذ پراڻو ديسي آهي ۽ تحرير اڳاٽي صورتخطيءَ واري آهي ۽ رسالي اندر بمبئيءَ جي ڪن مريدن جو ڪنهن پير صاحب ڏانهن چنچر 27 ذي القعد 1279هہ/ 1862ع جو فارسيءَ ۾ لکيل خط بہ آهي. جيڪو رسالي واري ساڳئي ڪاتب جي تحرير معلوم ٿئي ٿو انهن اهڃاڻن مان اندازو ٿئي ٿو تہ هي رسالو 1279هہ جي لڳ ڀڳ جو لکيل آهي.

**دُلدل**: حضور ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي خچر جو نالو جيڪو ميٽي رنگ جو هو ۽ اُهو مقوقس، پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وسلم کي هڪ ڳڏهہ سان گڏ تحفي ۾ ڏنو هو ڳڏهن کي 'عفير' چيو ويندو هو دلدل حضور ڪريم صلي الله عليہ وسلم کي جنگين ۾ سواريءَ جو ڪم ڏنو پاڻ سڳورن جي وصال کانپوءِ بہ دلدل زنده رهيو ۽ جهونو ٿي ويو هو ايتري قدر جو ان جا ڏند بہ ڪِري پيا هئا، ۽ ان کي جَوَ بہ هٿن سان سندس وات ۾ وجهي کارائبا هئا. اهل تشيع جي روايت موجب جنگ جمل ۾ حضرت علي ڪرم الله وجه انهيءَ دلدل تي سوار هئا ۽ صفين جي جنگ ۾ بہ ان تي ئي سواري فرمايائون.

**دِل دنبورو** (ڪتاب): هي ڪتاب نئين دؤر جي نمائنده شاعر سعيد ميمڻ جي غزلن جو مجموعو آهي. ڪتاب جي پهرئين ڀاڱي ۾ عام موضوعن تي غزل آهن، جڏهن ته ٻئي ڀاڱي ۾ ’سر سهڻيءَ جا غزل‘ ڏنا ويا آهن. ڪتاب جي ارپنا ’مرشد لطيف، غالب، شيخ اياز ۽ نارائڻ شيام‘ جي نالي ڪئي وئي آهي. ڪتاب جو مهاڳ ڪهاڻيڪار ياسمين بلوچ لکيو آهي، جڏهن ته سنڌ هنڌ جي غزل جي وڏي شاعر واسديو موهي ۽ سنڌ جي مشهور نوجوان ڪهاڻيڪار منور سراج جا مضمون به ڪتاب ۾ شامل ڪيا ويا آهن. ڪتاب ۾ ڪل 124 غزل آهن. ڊيمي سائيز جي پڪي جلد سان 154 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 160 روپيا آهي. هي ڪتاب سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، پاران 2010ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.




**دل ڏجي دل وارن کي** (سنڌي فلم): هيءَ سنڌي فلم ڀارتي سنڌي فلم انڊسٽري پاران 2000ع ۾ رليز ٿي، جيڪا هند توڙي سنڌ ۾ تمام گهڻي مقبول ٿي. هن ۾ هڪ شاگرد جوڙي جي پريم ڪهاڻي ڏيکاريل آهي، جنهن ۾ هنن جي پيار آڏو سندن والدين ديوار بڻجن ٿا. ٻنهي جا والدين ڪافي عرصي تائين هنن جا جاني دشمن رهن ٿا. آخرڪار چوڪرو (فلم جو هيرو) ڪوشش ڪري پهريان هيروئن جي والدين ۽ پوءِ پنهنجي والدين کي راضي ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿئي ٿو ۽ ٻنهي پريمين جي شادي ٿئي ٿي. فلم جا پيشڪار (پروڊيوسر) ناڪر پيرواڻي، ڪمار منواڻي ۽ منوج پيرواڻي آهن، جڏهن ته فلم جو هدايتڪار منوج پيرواڻي آهي. هن فلم جي موسيقي يشونت ترتيب ڏني آهي ۽ دنيا جي نالي وارن گلوڪارن ادت نارائڻ، ساڌنا سرگم، رام شنڪر، ڪويتا ڪرشناپوري هن فلم لاءِ سنڌيءَ ۾ گيت ڳايا آهن، جيڪي گيت جي. ڪي. سيجپال، ڪمار منواڻي ۽ ناڪر دولتاڻيءَ جا لکيل آهن ۽ پڳونتي ناواڻي ۽ نارو دولتاڻي، سڏيں اجيت وڇاڻي ۽ ٻيا هن فلم جا اداڪار آهن.

**دلربا/ طائوس** (ساز): هي تار ونش سان تعلق رکندڙ ساز آهي، جيڪو ستار ۽ سارنگيءَ جي ميلاپ مان ٺهيل آهي. اسراج (ساز) کان قد ۾ ٿورو وڏو ٿئي ٿو هن ساز کي ڪلاسيڪل توڙي نيم ڪلاسيڪل انداز ۾ اڪيلو يا سنگت ۾ وڄايو ويندو آهي. هن جي هڪ پاسي مور جي منڊي ۽ ٻئي پاسي مور جو خوبصورت پڇ هوندو آهي ته ان کي شاهي ساز طائوس سڏيندا آهن. جيڪو هندستان، پاڪستان توڙي يورپ ۾ وڄايو ۽ ٻڌو وڃي ٿو.



هن ۾ سُر ستار واري جهنڪار ۽ سارنگيءَ جو آلاپ ٻئي خوبصورت انداز ۾ سمايل آهن. توڙي جو هن جي وڄائڻ جا ماهر گهٽ آهن، پر پوءِ به مست کندڙ ساز آهي. هن جي آوازي کوکي تي جيڪو کاٽ يا ڪدوءَ جو ٺهيل آهي، چمڙيءَ جي کل چڙهيل هوندي آهي. ان جي ڏنڊي ستار وانگر ڏگهي ٿئي. طبلي (آوازي کوکي) کان تارون ڳتين ڏانهن وينديون آهن. وچ ۾ پتل يا تامي جا بند يا طربون ٿين. جن تي آڱريون سَتي گهربل سرگم ڪيبو آهي. ڳتين ذريعي تارن کي ڇڪي سبتڪ جي آواز تي بيهاريو ويندو آهي. هڪ هٽ سان گز ۽ ٻئي هٽ سان ڇيڙ ڪري راڳ ڪيبو آهي. هي ساز ٻن سبتڪن ۾ ورهايل آهي. هڪ مندر سبتڪ ۽ ٻيو تار سبتڪ- استادن تارن جي ترتيب ڪجهه هن ريت بيان ڪئي آهي. پهريون پردو يا تار تيور مڌم، ٻيو پنچم، ٽيون ڪومل ڊيوت، چوٿون شڌ ڊيوت، پنجون ڪومل نڪاد، ڇهون شڌ نڪاد، ستون کرج، اٺون شڌ رکب، نائون ڪومل گنڌار، ڏهون شڌ گنڌار، يارهون شڌ مڌم، ٻارهون تيور مڌم، تيرهون پنچم مڌم، چوڏهون ڪومل ڊيوت، پندرهون شڌ ڊيوت، سورهون شڌ نڪاد، سترهون تار سبتڪ جي کرج سان ارڙهون تار سبتڪ جي رکب سان ۽ اوڻيهون تار سبتڪ جي رکب سان.

بدقسمتيءَ سان هن ساز جو زوال هيٺ آيل ساز آهي، ڇاڪاڻ ته اليڪٽرانڪ سازن جي گهڻائي ۽ سولائيءَ واري وڄت جتي ٻين ڪلاسيڪل سازن کي ڌڪيو آهي، اُتي هي ساز به گهٽ وڄائڻ ۾ اچي ٿو.

هن ساز جي قابل وڄائڻ وارو استاد پنڊت رانا ڏير راءِ هو. جنهن 1988ع ۾ لاڏاڻو ڪيو. رانا ڏيو راءِ، اشيش بندو پانڌيه جو شاگرد هو ۽ پاڻ موسيقيءَ جو استاد هو ۽ وشو ڀارتي يونيورسٽي شانتينيڪتن ۾ ميوزڪ ڊپارٽمينٽ جو پروفيسر هو. هن کان پوءِ ڪو ايڏو وڏو استاد پيدا نه ٿيو آهي.

**دلشاد**: دلشاد، سما گهراڻي جي حاڪم ڄام نظام الدين جو وزير هو. هي اصل ۾ سمن جي حاڪم جو گهرچاول غلام هو. سندس وڏا سما حاڪمن جا خانداني خدمتگار هئا. سچائي ۽ وفاداريءَ جي ڪري حاڪمن وٽ سندس گهڻي عزت هئي. ڄام نظام الدين ڪيس گهڻي اهميت ڏيندو هو ۽ مٿس ڀروسو رکندو هو. هو پنهنجي علم، عقل ۽ بهادريءَ جي ڪري وزير مقرر ٿيو. ان وقت بکر ۾ سما حڪومت کي انتظام سنڀالڻ ۾ ڪجهه مشڪلاتون درپيش هيون. جنهنڪري ڄام نظام الدين اهڙين حالتن کي سنڀالڻ لاءِ دلشاد کي ذميواريون ڏيئي بکر ۾ مقرر ڪيو. هن بکر جي اميرن ۽ سردارن کي اعتماد ۾ وٺي سما حڪومت کي مضبوط ڪيو. ماڻهن ۽ ڪامورن سان ملي پنهنجي ڏاهپ ۽ صلاحتن سان حڪومتي انتظام بهتر انداز ۾ هلايو ۽ سما حڪومت کي زور وٺرايو. هن 912هه/1506ع ۾ ڄام نندي جي حڪومت جي پڇاڙي ۾ نئي مان نڪري اچ تي ڪاهه ڪئي ۽ انهيءَ پاسي ئي وفات ڪئي.

**دلشاد بيگم مرزا**: دلشاد بيگم مرزا، شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ جي ٻيو نمبر نياڻي هئي، جيڪا 8 نومبر 1910ع ۾ ٽنڊي ٺوڙهي، حيدرآباد ۾ پيدا ٿي. پاڻ پنهنجي سڳي چاچي خانبهادر ۽ پهرين مسلمان گرئجوئيٽ صادق بيگ مرزا جي ننهن هئي. هوءَ پنهنجي پيءُ جي صحبت ۾ رهي، سنڌي، اردو ۽ فارسيءَ ۾ نثر ۽ نظم لکڻ لڳي. پاڻ 1947ع جي مئي



مهيني ۾، خاندان وارن سان گڏجي ڪربلا معليٰ جو سفر ڪيو ۽ واپسيءَ تي پهرين مسلمان عورت ليکڪا جي حيثيت ۾ ڪربلا جو سفرنامو تحرير ڪيو، جيڪو 2010ع ۾ 'مسافر ڪربلا' جي عنوان سان دوستي پبليڪيشن حيدرآباد جي پاران ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. سندس بيو ڪيترو ئي اڻ ڇپيل مواد سندس خاندان وارن وٽ موجود آهي. دلشاد بيگم مرزا 4 مارچ 1953ع ۾ 43 سالن جي ڄمار ۾ ٿي.

**دلشاد مرزا:** نامور نعت ۽ نوحه خوان دلشاد مرزا، سنڌ جي عظيم علمي مرزا خاندان سان واسطو رکي ٿي. سندس والد جو نالو منظور علي مرزا هو. دلشاد 21 آگسٽ 1960ع تي ٽنڊي ٺوڙهي، حيدرآباد ۾ جنم ورتو. سندس والد مجلسن ۾ عزاداري ڪندو هو ۽ سندس چاچو واجد علي مرزا ڳائيندو هو. دلشاد گهر جي ماحول کان متاثر ٿي ڳائڻ شروع ڪيو. هارمونيم جي سکيا پنهنجي چاچي کان ورتائين. پرائمري تعليم سينٽ ميريز اسڪول حيدرآباد مان، انٽرميڊيٽ نذرت ڪاليج ۽ بي. اي زبيده ڪاليج حيدرآباد مان ڪرڻ کانپوءِ ايم. اي (سوشيالاجي) سنڌ يونيورسٽي، ڄام شوري مان 1986ع ۾ ڪيائين. هن پنهنجي ڪيريئر جي شروعات غزل ڳائڻ سان ڪئي، ان وقت سندس عمر 9 سال هئي ۽ هوءَ چوٿين درجي ۾ پڙهندي هئي. هوءَ هن وقت قصيدي، نوحي، سوز ۽ نعت خوان جي حيثيت سان سنڌ توڙي ملڪ ۾ سڃاتي وڃي ٿي.



دلشاد مرزا پاڪستان جي ڪيترن شهرن ڪانسواءِ ڪاليج سطح تي سيرت النبي ڪانفرنس اسلام آباد جي نعتيه مقابلي ۾ به حصو وٺي چڪي آهي. هوءَ اسٽيج تي مقبول ٿيڻ کانپوءِ 1980ع ۾ ريڊيو حيدرآباد تي آئي، جتي نصير مرزا سندس آواز ۾ ڪجهه سوز، سلام ۽ نعتون رڪارڊ ڪرايون. پي. ٽي. وي تي ڪيس سلطانه صديقيءَ متعارف ڪرايو جتي هن ميلاد ۾ حصو ورتو. هوءَ پريزيڊنٽ هائوس اسلام آباد، پي. ٽي. وي ۽ ريڊيو تي مسلسل نعت خواني ڪندي ۽ ميلاد پڙهندي رهندي آهي.

دلشاد مرزا پڙهائيءَ دوران ڳائڻ کان سواءِ راندين ۾ به سرگرم رهي، جن ۾ ٽيبل ٽينس، والي بال، بيڊمنٽن ۽ باسڪيٽ بال شامل آهن. هوءَ ملڪي سطح تي کيڏڻ سان گڏ صوبائي چيمپئن پڻ رهي چڪي آهي.

دلشاد مرزا، ثقافت کاتي، حڪومت سنڌ ۾ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر، Sindh Indigenous Traditional Crafts Company (SITCO) ۾ ڊپٽي ڊائريڪٽر ۽ SEMMIS ۾ ڊپٽي ڊائريڪٽر رهي چڪي آهي. هوءَ هن وقت ڊائريڪٽر جنرل ڪاليجز ڪراچيءَ جي آفيس ۾ ڊائريڪٽر انسپيڪشن ۽ ڊائريڪٽر ايڇ. آر آهي.

دلشاد مرزا جا ٻه ڪتاب ڇپجي چڪا آهن: (1) *صحرا میں دریا* (غزل ۽ نظم: 2009ع)، (2) *ان کے در پر دستک* (حمد، نعت ۽ مناقب: 2011ع).

**دلشاد منزل:** خيرپور ميرس ريلوي اسٽيشن کان اتر- اوڀر طرف 250 والن تي مشتمل هي محل 1909-1906ع (گهٽ وڌ) ڌاري سنڌ ۾ ٽالپر دور جي



حاڪم مير علي نواز خان ٽالپر پنهنجي گهرواري اقبال بيگم عرف بيبي باليءَ لاءِ ٺهرايو. باليءَ جي نالي سان منسوب هن محل کي 'باليءَ جي بنگلي' سان پڻ سڏيندا آهن. هي محل تقريباً 250 والن جي ايراضي تي ٺهيل آهي. محل جي چوڌاري قلعي نما پٽ تعمير ٿيل آهي. وچون هال 30x25 فوٽ اهي، هن هال جي اترئين ۽ اولاهين پٽ ۾ ٻه وڏا آئينا لڳل آهن، جن جي ماپ 6x4 آهي. ساخت جي لحاظ سان هي محل ڏيگهه ۾ اوڀر- اولهه ۽ ويڪر ۾ ڏکڻ- اوڀر طرف آهي.

**دل ڪشا** (ڪتاب): هي مشهور تعليمدان ۽ ليکڪ محمد اسماعيل عرسائيءَ جي ڊرامن جو ڪتاب آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ 115 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت هڪ روپيو ڇائيل آهي. ڇاپو پهريون آر. ايڇ. احمد ائنڊ برادرس جمالي پريس حيدرآباد مان 1960ع ۾ ڇپايو.

**دَل، لطف علي:** مشهور صحافي، پبلشر ۽ روزاني 'خادم وطن' ۽ روزاني 'هلال پاڪستان' جو ايڊيٽر سردار لطف علي دل ولد دوست محمد دل، ٿرپارڪر جو رهواسي هو. ننڍڙو ئي هو ته سندس والد وفات ڪري ويو جنهن سبب ڪجهه درجا سنڌيءَ جا پڙهڻ کانسواءِ وڌيڪ پڙهي نه سگهيو لطف علي دل لڳاتار اڻٿڪ محنت سان ٿورڙي وقت ۾ صحافتي ميدان ۾ پاڻ مڃائي ورتو. ميرپورخاص ۾ 'زميندار پرنٽنگ پريس' قائم ڪري 'ٿر گزيٽ' جي نالي سان هفتيوار اخبار جاري ڪيائين. جنهن دوران حاجي احمد علي 'مجذوب' هن اخبار جي سلسلي ۾ سندس ڪافي مدد ڪئي. ڪجهه وقت کانپوءِ ميرپورخاص مان هڪ ٻي سنڌي اخبار 'خادم وطن' جاري ڪيائين. بعد ۾ حيدرآباد ۾ پريس قائم ڪري اخبار اُتان ڪڍندو رهيو ان بعد پنهنجي ادارت هيٺ هلال پاڪستان اخبار به جاري ڪيائين. اهو دؤر حيدرآباد ۾ اخبارن جي عروج جو دؤر هو هن مسلسل محنت سان پنهنجي اخبارن کي ڪافي عرصو هلايو سندس ادارت هيٺ نڪرندڙ روزاني هلال پاڪستان ۽ خادم وطن ان وقت جون مجيل اخبارون هيون. سردار لطف علي دل پنهنجي قبيلي جو سردار پڻ هو. پنهنجي قبيلي جا سمورا فيصلا وٽس ٿيندا هئا. ان دوران هن غريبن جي ڪافي مدد ڪئي.

نوجوانيءَ کان وٺي سلهه جي موذي مرض ۾ ورتل رهيو. جنهنڪري سندس هڪ ڦڦڙ ختم ٿي ويو هو. آخر ۾ سندس جسم جو هيليون ڏڙ ڪم ڪرڻ ڇڏي ويو. سندس علاج لاءِ ان وقت جي وزيراعظم پاڪستان محمد خان جوڻيجي ڪيس سرڪاري خرچ تي ٻاهر علاج لاءِ موڪلڻ جو اعلان به ڪيو هو پر عمل ٿي نه سگهيو ۽ سنڌ جو هي نامور صحافي 26 نومبر 1988ع تي وفات ڪري ويو.

**دلمراد** (ديهه): ضلعي جيڪب آباد، تعلقي ٺل جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حضور بخش بروهي، الاهي بخش ماڇي، خان محمد ڪٽبار ۽ عرض محمد ڳبول.

**دلمراد جمالي**: ناميارو سياستدان دلمراد خان ولد دين محمد خان جمالي 1948ع ڌاري موري تعلقي ۾ پنهنجي اباڻي ڳوٺ ۾ دلمراد خان جمالي (؟) ۾ ڄائو. سندس پيءُ 1951ع ۾ ٽرين حادثي ۾ گذاري ويو. هن پبلڪ اسڪول حيدرآباد مان 1968ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪئي ۽ سياسي زندگيءَ جو آغاز پنهنجي چاچي حاجي غلام محمد خان جماليءَ جي سرپرستيءَ هيٺ ڪيائين. 1979ع جي بلدياتي چونڊن ۾ ضلعي ڪائونسل نوابشاهه جو ميمبر ٿيو. سندس حق ۾ 2200 ووٽ آيا ۽ مخالف 700 ووٽ کنيا.

دلمراد خان جماليءَ 1983ع جي جمهوريت جي بحاليءَ واري جدوجهد (MRD) ۾، تحريڪ استقلال پاران حصو وٺندي، 17 آگسٽ 1983ع تي گرفتار ٿيو. جنهن واقعي ۾ 4 ماڻهو شهيد ٿيا هئا. دلمراد جماليءَ کي 13 مهينا جيل جي سزا آئي. آزاد ٿيڻ کان پوءِ تحريڪ استقلال ڇڏي غير جماعتي بنياد تي ٿيندڙ چونڊن ۾ حصو ورتائين. 1985ع جي چونڊن ۾ قومي ۽ صوبائي اسيمبلين جي سيٽن تي مشهور سياستدان حاجي رحمت الله ڀهڻ کي شڪست ڏني.

هن پاڻ وٽ قومي اسيمبليءَ جي سيٽ رکي ۽ صوبائي سيٽ لاءِ ڄام ڪرار جي حمايت ڪئي. جيڪو به ڪامياب ٿيو. ڇاڪاڻ ته ان وقت پيپلز پارٽي ۽ ٻين سياسي پارٽين چونڊن جو بائيڪاٽ ڪيو هو. محمد خان جوڻيجي جي حڪومت ختم ٿيڻ کان پوءِ خان محمد جمالي سياست ۾ سرگرم رهيو ۽ دلمراد ڪنهن به اليڪشن ۾ حصو نه ورتو. پر پنهنجي جاءِ تي سياست ۾ ضرور سرگرم رهيو.

1997ع ۾ پي. ايس 19 موري جي سيٽ تان پ پ شهيد ڀُٽو گروپ طرفان اميدوار بيٺو پر سرگرم نه رهيو. ڇو ته دلمراد خان جماليءَ ۽ خان محمد جماليءَ جتوئي گروپ جي اميدوار جي حمايت ڪئي. جڏهن نوازشريف جي حڪومت آڪٽوبر 1999ع ۾ ختم ٿي ته جمالي صاحبان پيپلز پارٽيءَ ۾ شامل ٿيڻ جو اعلان ڪيو.

**دلمراد خان کوسو**: برصغير جي جنگ آزادي (1857ع) جي سورهين ۾ دلمراد خان کوسي جو نالو نهايت مٿانهون آهي. هي پنهنجي ساٿي دريا خان جکراڻيءَ سان گڏ جيڪب آباد واري علائقي ۾ جنگ آزاديءَ جي روح روان بهادرن مان هڪ هو.

دلمراد خان کوسي جا ابتدائي حالات تفصيل سان نه ٿا ملن. جڏهن ته انگريز مورخن به سندس حالات، مياڻيءَ جي جنگ کان پوءِ ئي پنهنجي تصنيفن ۾ آندا آهن. مير بجار خان ڏومبڪيءَ جي آزاديءَ واري فوج ۾ کوسا قبيلي جي موجودگيءَ جو ذڪر ملي ٿو ان ڪري اها ڳالهه قياس کان ٻاهر نه آهي ته دلمراد خان کوسو پڻ اُن فوج جو اهم سپاهي هجي.

سن 1844ع ۾ جڏهن مير بجار خان ڏومبڪيءَ ٻيهر ڪڇيءَ طرف وڃي بغاوت ڪئي، تڏهن دلمراد خان کوسو سندس ساٿي ۽ ٻانهن ٻيلي ٿي بيٺو. دريا خان جکراڻيءَ سان پڻ سندس واقفيت مير بجار خان ڏومبڪيءَ جي معرفت ٿي هئي.

دلمراد خان کوسو زميندار ۽ پنهنجي قبيلي جو چڱو مڙس، ڏيا ۽ حشمت وارو شخص هو. هن مير بجار خان ۽ دريا خان جکراڻيءَ سان گڏجي انگريزن خلاف معرڪن ۾ حصو ورتو. جنهن تي سر چارلس نيپيئر کي هن باغي سردار تي سخت غصو هو. نيٺ حالتن کان مجبور ٿي مير بجار خان ڏومبڪي ساٿين سميت مير علي مراد خان آڏو پيش پيو.

اهڙيءَ طرح سن 1845ع ۾ دلمراد خان کوسو به گرفتار ٿي پيو ۽ ڪيس چارلس نيپيئر جي آڏو پيش ڪيو ويو. نيپيئر جو دلي ارادو هو ته دلمراد خان کي ڦاسي ڏني وڃي، پر ڪن سببن جي ڪري ڪيس معافي ڏني وئي. (حوالو: جان مارٽينيو: سر بارٽل فريئر، حصو: 1، ص: 216). ڪيس ڦاسي ڇو نه ڏني وئي، ان ڏس ۾ سنڌ جو مشهور اديب لطف الله بدوي لکي ٿو ته، "منهنجي راءِ ۾ جان جيڪب جي اها راءِ هئي ته ڪيس بچايو وڃي، ۽ ڪانئس ملڪ ۾ صلح سانت رکڻ لاءِ مدد ورتي وڃي. اهوئي سبب هو جو سن 1845ع ۾ جان جيڪب تقاضا ڪئي ته سندس (دلمراد خان جي) ڳوٺ ڳڙهي دلمراد ۾ پوليس چونڪي رکڻ گهرجي، جنهن لاءِ دلمراد کوسي کي عارضي طرح ڪيس جايون ڏيڻيون پيون.

(حوالو: لئمبرڪ: جان جيڪب آف جيڪب آباد، ص: 135)

تاريخون لکن ٿيون ته جڏهن جنگ آزاديءَ جي شروعات ٿي، تڏهن جيڪب آباد ۾ دلمراد خان کوسي ۽ دريا خان کوسي ان کي منظم ڪيو. جڏهن دريا خان پنجاب جي بلوچ سردارن کان مايوس ٿيو ته دلمراد خان ۽ دريا خان گڏجي بلوچن جي جدا جدا قبيلن ۾ انگريزن خلاف پروپيگنڊا ڪري، تحريڪ کي منظم ڪندا رهيا.

انگريز آفيسر ميريويدر کي جڏهن هن هلچل جي خبر پئي ته هي شخص نه رڳو عوام کي ڀڙڪائي رهيا آهن، پر هنن جا ديسي فوج سان به رابطا آهن. ان ڪري ان کان اڳ جو هي ٻئي محب وطن (دلمراد ۽ دريا خان) پنهنجي رٿيل پروگرام کي عملي جامو پهرائين، انگريز حڪومت ٻنهي بهادرن کي گرفتار ڪري ورتو اهڙيءَ طرح جيڪب آباد ۾ آزاديءَ جي تحريڪ کي وڏو ڌڪ لڳو.

فريئر پنجاب جي گورنر جان لارينس کي لکي ٿو ته:

"14 ديسي پيادي فوج جي صوبيدار، جو هنن باغين جو رهنما هو، هن پنهنجي موت کان اڳ ۾ ٻڌايو ته جيڪڏهن ڪيس ٻن ڏينهن جي مهلت ملي وڃي ها ته هو دنيا وٽ پنهنجي رٿن کي چڱيءَ طرح ڏيکاري سگهي

ها. سندس شريڪ جرم، جکراڻين جي سردار ٻڌايو ھو تہ لاھور ۽ ملتان ۾ وڏي سازش ھئي. ھو ملتان جي ٽپال کان پوءِ ٿي گرفتار ڪيو ويو ھو. چو تہ باغين جو بہ اھو ارادو ھو تہ ملتان جي اطلاع ملڻ کان پوءِ ئي بغاوت ڪئي ويندي. گول انداز فوج کي بہ اھوئي وقت ڏنو ويو ھو. (حوالو: لطف الله بدوي: سماھي مھراڻ: 1- 1967)

بھرحال جيڪب آباد جي وطن پرستن مان ڪيترن کي توبَ سان اُڏايو ويو ۽ ڪن کي ڦاسي ڏني وئي. ڪيترن جکراڻين ۽ ٻين بلوچ قبيلن کي جانيديري جي پرسان زمينون ڏئي آباد ڪيو ويو. پر دلمراد کوسي ۽ دريا خان جلباڻيءَ جي وجود کي انگريز سرڪار پنھنجي لاءِ مستقل خطرو محسوس ڪندي، ڪين توب سان اُڏائڻ يا ڦاسي ڏيڻ بدران، ڪين ڪاري پاڻيءَ جي سزا ڏني، انڊمان ٻيٽن ڏانھن موڪليو جتي سنڌ جي سورھيہ دلمراد کوسي ۽ دريا خان جلباڻيءَ ٻين ڪيترن وطن پرستن سميت آخري پساھ پورا ڪيا ۽ پنھنجو نالو تاريخ جي ورقن ۾ ھميشہ لاءِ زندھ رکيو.

**دلمراد گبول:** تعلقي ميرپور ماٿيلي ۽ ضلعي گھوٽڪيءَ جي ھڪ ديھہ. جنھن ۾ ھيٺيان ڳوٺ شامل آھن:

دلمراد گبول، چاڪر خان، شاھ بيگ گبول/ پريو گبول، واحد بخش گبول، شير دل گبول/ شيرل، شير علي گبول، منشي جمال الدين گبول، ڳاڙي پٽ، ڪشمير گڏاڻي، حاجي سعيد احمد خان گبول، جعفر گڏائي، قاسم گڏائي، ڪلاتي گبول ۽ ڪيچي گبول.

**دَل، مناھيو:** 'تحفة مظھر شاھجھاني' ۾ مغل دور جي نامور ويڙھاڪن ۾ دائود شوري سان گڏ دل ذات جي نامي گرامي ويڙھاڪ مناھيي دل جو پڻ ذڪر ملي ٿو. مناھيو دل درياھ توڙي خشڪيءَ تي مغلن کي ڏاڍا ھٽندو ھو. مظفر خان معموريءَ جي دور ۾ جڏھن سندس ڪارروايون وڌي ويون، تڏھن مظفر خان فوج تيار ڪرائي ۽ مير ابوالبقا کي بہ خط موڪليائين تہ لشڪر سميت شال پرڳڻي ۾ پھچي وڃ. مظفر خان شال پھتو تہ دل ذات جي سردار مناھيي دل پنھنجي ڪٽڪ سان اچي، مظفر خان سان جنگ شروع ڪئي. مناھيي دل مغل فوج جا ڪيترا سپاھي قتل ڪري ڇڏيا، اھو سڀ ڪجھ مظفر خان اڪين سان ماٿ ميٽ ۾ پئي ڏٺو رات جو مير ابوالبقا پنھنجي لشڪر سميت اچي مظفر خان وٽ پھتو ٻيءَ رات ٻئي ڄڻا لشڪر تيار ڪري اچي ويڙھاڪن جي پويان پيا. مغلن جي جوابي ڪارروائيءَ ۾ ھزارين محب وطن سميجا، شورا ۽ دل مارجي ويا ۽ سندن سسيون لاھي مظفر خان ڏانھن موڪليائين. ھن ڪارروائيءَ جو مناھيي دل تي گھڻو اثر ٿيو ۽ ھراسجي حميد شوري سان گڏ اچي دربار ۾ حاضر ٿيو ۽ مغلن جي ڊل پرڻ شروع ڪيائين.

**دلمون** (Dilmon): سميرجي تذڪرن ۾ ڪي غير سميري شھر بہ ڄاڻايا ويا آھن. جن مان ٻين شھرن کان سواءِ 'دلمون' شھر جو نالو چلنيءَ ريت پڙھيو ۽ پرجھيو ويو آھي. انھن تاريخي تذڪرن ۾ ھن شھر (دلمون) جي تعريف ۽ توصيف اھڙيءَ ريت درج آھي، جو اھو چئي سگھجي ٿو تہ سميرين وٽ ھن شھر جي ايتري تعظيم ۽ تڪريم ھئي، جيتري توقير مسلمانن کي 'مَڪي' جي شھر لاءِ آھي. انھيءَ عظيم تھذيبي شھر 'دلمون' لاءِ سميرين جي اھا ساک ھئي تہ:

"ھن شھر ۾ ھر طرف سُک سانت ۽ امن امان آھي. ھتي ڪو بہ طاقتور ڪنھن بہ ڪمزور ڪي ڪو اھنج رسائي نہ ٿو سگھي. ھتي شينھن، بگھڙ جھڙو ڪو بہ درندو ڪنھن بہ ماڻھوءَ کي نہ ٿو چيري ڦاڙي. ھتي ديال جا خوشبودار وڻ آھن. ھتي ڪو بہ پوڙھو پاڻ کي پوڙھو نہ ٿو چوائي ۽ ھتي ڪا بہ پوڙھي زال پوڙھي نہ ٿي سڏائي.

ھتي جون نينگريون گھٽين ۾ گندو پاڻي نہ ٿيون ھارين. ھتي ڪو بہ يتيم ٻار يا ڪا بہ بيواھ زال نہ آھي. ھتي ڪو بہ شخص بيمار نہ ٿو گذاري. ھتي ڪنھن کي بہ مٽي جو سور يا اکين جو آزار پيدا نہ ٿو ٿئي.

اھا سر زمين سمير جي اوڀر طرف آھي، جتان ٻيڙين رستي گھڻو ڪجھ اچي ٿو ۽ دنيا جا سمورا ملڪ 'دلمون' ڏانھن پنھنجو مال موڪليندا رھن ٿا. ھي زمين بھشت جي سرزمين آھي."

*(حوالو: 'ديوتائن جي سرزمين': ڊاڪٽر قمر الدين احمد ديرو دوني، مستند حوالو: ڊاڪٽر ايس. نوح ڪريمر)*




سمير جا رھاڪو دنياوي لاڳاپن کان سواءِ ديني ڳانڍاپن ذريعي بہ 'دلمون' کي فوقيت ڏيندا ھئا. ان لاءِ سندن عقيدو ھو تہ، ڪنھن زماني ۾ ھتي ھنن جي ديوتا 'زيوسدرا' جو مسڪن ھو جنھن کي 'سميرين جو نوح' سڏيو وڃي ٿو.

اھي سموريون حقيقتون جڏھن يورپ پھتيون تہ اتان خاص اھتمام وسيلي دنيا جي جيد عالم ڊاڪٽر سموئل نوح ڪريمر (Samuel Noah Crammer) تي اھو ڪم رکيو ويو تہ ھو وڌيڪ کوجنا ڪري تہ اھو شھر 'دلمون' اصل ڪٿي واقع ھو جنھن تي ڊاڪٽر موصوف چوويھن پنجويھن ورھين جي ڀرپور ڪوشش کان پوءِ اھو انڪشاف ڪيو تہ 'دلمون' دراصل واديءِ سنڌ جو قديم نالو آھي. ساڳي ڳالھ سنڌ جي نامور عالم ۽ لسانيات جي ماھر سراج ميمڻ، پنھنجي ڪتاب 'سنڌي ٻوليءَ' ۾ ڊاڪٽر نوح ڪريمر جي حوالي سان ھيٺينءَ ريت لکي آھي:

"ڊاڪٽر نوح ڪريمر (Noah Crammer) آمريڪا ۾ سميريالاجيءَ جو وڏو ڄاڻو سمجھيو وڃي ٿو ھن سمير جي تختين واري لکت کي پڙھي

اهو نظريو پيش ڪيو آهي ته سميري تمدن جا انسان، جنهن ’دلمون‘ ملڪ جي ساراهه مان ڏاپن ٿي نه ٿا ۽ بار بار ان کي ’ديوتائن جو ملڪ‘ چون ٿا، سو لاشڪ موهن جي دڙي وارو ملڪ هو. ان لاءِ هن تمدني ۽ تاريخي ثبوت پيش ڪيا آهن. هو چوي ٿو ته اهو ثابت ٿي چڪو آهي ته سمير، اُر ۽ سوسا (Susa) سان سنڌ جو خشڪي توڙي بحري واپار هلندو هو. ان جو ثبوت ان ڳالهه مان ملي ٿو ته سنڌو تهذيب جون اٽڪل 30 مهرون سميري کوٽاين مان مليون آهن، ۽ ساڳي طرح ڪجهه سميري مهرون، موهن جي دڙي مان مليون آهن. انهيءَ حقيقت مان ٻنهي تمدنن جي پاڻ ۾ واپاري يا سياسي ڏيتي ليتيءَ ۽ لهه وچڙ ثابت ٿئي ٿي. سمير مان عاج جو سامان ملڻ ۽ عاج جي درآمد ڪرڻ جو سندن ادب ۾ ذڪر، پڪي پختيءَ طرح ثابت ڪري ٿو



ته ’دلمون‘ ان تهذيب يا ملڪ کي سڏيو اٿن. جتان ڪين عاج ملندو هو ۽ ملڪ سندن اوڀر ۾ آهي. سميري تختين مان هڪ تي هيءَ لکيت ملي ٿي:

”اهو ملڪ، جو سمير جي اوڀر ڏي آهي، ۽ جتان هيڙين جي ذريعي گهڻو ڪجهه هٿ اچي ٿو، اهو اهڙو ملڪ آهي، جتان سج ابري ٿو ۽ اهو بهشت آهي... وغيره وغيره.“ (سنڌي ٻولي، ص: 60-59، ٻيو ڇاپو: 2009ع)

سراج صاحب وڌيڪ رقمطراز آهي ته: ”ان عقيدت جو پسمنظر اهو ئي هو ته موهن جي دڙي جي تهذيب، سميري تهذيب جو سرچشمو هئي ۽ سميرين منجهان ڪجهه ماڻهن جا اباڏاڏا اُتان ئي آيا هئا. ڊاڪٽر ڪريمر اڳتي هلي چوي ٿو ته، ”ڪي عالم ’دلمون‘ کي ايراني نار جي بحرين ڏانهن اشارو سمجهن ٿا، پر اهو غلط آهي، ڇو ته اُتي هاٿي يا قديم زماني ۾ هاٿيءَ جي وجود جو نشان ڪونه ٿو ملي. ڊينمارڪ جا ڪيترا علم الانسان جا ماهر سالن کان بحرين جون کوٽايون ڪندي ٿڪجي پيا آهن ۽ هاٿي ان جي ڳولا کي ڇڏڻو پيوا اٿن.

(Ref. Dr. Noah Crammer, Reported in DAWN Karachi, 1st December 1996)

سراج صاحب وڌيڪ لکي ٿو ته موهن جي دڙي مان لڌل مهرن ۾ ٽي چار مهرون اهڙيون آهن، جن تي منهنجي پڙهڻيءَ موجب: ’ڪوٽ مون‘، ’ڪوٽ ٿل مون‘ ۽ ’ڪوٽ مهن‘ لفظ اچن ٿا. منهنجي خيال ۾ موهن جي دڙي جي پوئين دور ۾ هيءَ يا ٽيئن ته واري ڪنهن شهر کي ’ٿل مهن‘ يا ’ٿل مون‘ سڏيندا هئا، جنهن کي سميرين 1800 ق. م ۾ ’دل مون‘ (دلمون) سڏيو ٿو ڀانئجي. (ڪتاب ’سنڌي ٻولي‘، ص: 60)

واديءِ سنڌ جي قدامت جي باري ۾ مختلف عالمن جا متفرق رايا آهن. ’ڊاڪٽر مهتا‘ جي قياس موجب: سنڌ جي قدامت جو تعين ستن هزارن ورهين تائين آهي. **مسٽر ’منشي‘** ان کي ڇهن هزارن سالن تائين محدود رکي ٿو. اهڙيءَ طرح **سر جان مارشل** جو خيال به ڊاڪٽر مهتا جي تعين جي تائيد ڪري ٿو. پر **مسٽر چلڊ** سيني عالمن سان اختلاف رکندي چيو آهي ته: ”اها قدامت نوح نبيءَ جي طوفان کان به گهڻو اڳي (ڏهن هزارن ورهين کان مٿي) آهي.“

**مسٽر چلڊ** ڪُليل لفظن ۾ اهو ٻڌايو آهي ته هيلتائين سنڌ جي قديم تهذيبي مرڪز موهن جي دڙي جي جيڪا کوٽائي ٿي آهي، سا بلڪل سطحي سمجهڻ کپي، ڇاڪاڻ ته هن لاءِ اڃا وڌيڪ کوٽائي ۽ کوجنا جي ضرورت آهي، پر محدود وسيلن جي ڪري اصل ڄمار صحيح اندازي موجب شمار ڪري نه ٿي سگهجي. سواءِ ان جي ته انهيءَ لاءِ محض قياس جو آثار ورتو وڃي، جو هنن حالتن ۾ ڪنهن حد تائين درست به آهي.

مشهور مدبر **ايچ. جي ويلز** لکي ٿو ته: ”خليج فارس ۾ اڄ کان ڏهه هزار ورهيه اڳ جهاز راني ٿيندي هئي ۽ اها جهاز راني ڪرڻ وارو خليج فارس جو ڪو لاڳيتو ملڪ ٿي هو. جيئن قديم تاريخ جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته خليج فارس جي ڪلنير تي صرف ٻه اهڙا ملڪ هئا، جيڪي جهاز رانيءَ جي فن کان واقف پئي رهيا. اهي ٻئي ملڪ سوقير ۽ سنڌ ئي هئا، جيڪا حقيقت خود سوقير جي پراڻن ڪتابن ۽ ’توريت‘ ۾ درج ٿيل آهي ته سوقير وارن جهازرانيءَ جو فن دلمون (واديءِ سنڌ) جي رهاڪن وٽان سکيو هو.“

’دلمون‘ جي تجارتي شين، هيڙين ۽ عمارتن جي باري ۾ هيٺيون ساڪون پڻ ويچار جوڳيون آهن، جن جو واسطو ذڪر هيٺ آيل زماني کان پوءِ واري دؤر سان آهي:

سميري تهذيب مان هٿ آيل اتهاسڪ لکتين مان ’دلمون‘ نالي تهذيب بابت ڪافي خبرچار ملي ٿي. سمير 600 ميل اولهه طرف سنڌوءَ جي مهڙ وقت اُسريل تهذيب هئي. سنڌو ماٿريءَ ۽ سميري تهذيب درميان موجوده عربي سمنڊ جي وهڪري سبب تهذيبي لاڳاپا هئا، جن جو ثبوت سميري تهذيب سان لاڳاپيل ماڳن جي کوٽائيءَ دوران مليل 30 مهرن مان ملي ٿو جيڪي موهن جي دڙي مان مليل مهرن جهڙيون آهن. انهن مان هڪ لکيت موجب عيسوي سن کان ٻه هزار چار سؤ پنجاهه ورهيه اڳ لگشن ونش جي پايو وجهندڙ راجا ’ارننشيءَ‘ دلمون جي باري ۾ لکيو هو ته: ’هتان جون دنگيون (هيڙيون) عمارتي ڪاٺ آڻينديون آهن. ان مان سمجهيو وڃي ٿو ته ’دلمون‘ اهڙو ملڪ هو جتي اڻميو عمارتي ڪاٺ ٿيندو هو، ۽ ان ملڪ مان سمير ۾ سمنڊ رستي ياتري ۽ واپاري ايندا هئا.

هوڏانهن عيسوي سن کان ٻه هزار ٽي سؤ ورهيه اڳ جي هڪ اتهاسڪ لکت مان پڻ ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته سرگن نالي راجا به ’دلمون‘ جي ڏاڍي

واڪاڻ ڪئي آهي ۽ لکيو اٿائين ته، "آگاڙي بندر تي جڏهن 'دلمون ديس' جون ڊنگيون ۽ غوراب اچي بيهندا آهن، تڏهن هتي واهه جي رونق لڳندي آهي." هي آگاڙي بندر بائيبل ۾ آيل سميرين اکر 'اڪار' لاءِ ڪتب آيل آهي.

هڪ ٻي سميري لکت ۾ 'دلمون' کي خوشحال ۽ متبرڪ گهراڻن تي مشتمل ديس جي تهذيب ڄاڻايو ويو آهي، جنهن کان سمير ۽ دنيا جون ٻيون تهذيبون روزمره جي استعمال جون شيون ۽ ٽِڪر جا ٽانوَ تجارت وسيلي برآمد ڪنديون هيون.

انهيءَ کان سواءِ سمير تي اتهاس جي هڪڙي ٻئي ڄاڻو پروفيسر ليئان ليگاربن به پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي ته: پورب جي 'دلمون ديس' مان اينڊڙ واپاري پاڻ سان عاج ۽ عاج مان ٺهيل شيون ڪٺي سمير ڏانهن ايندا هئا. (*هيءَ اقتباس هفتيوار 'هند واسي' بمبئي، 23 اپريل 1961ع تان ورتل آهي.*)

سمير جي ڪيترين لکتن دوران 'دلمون ديس' کي هڪ سڌريل ديس ڄاڻايو ويو آهي، جتي عاليشان ۽ سهڻيون جايون هونديون هيون ۽ انهيءَ طرف کان جيڪڏهن موهن جي دڙي، هڙپا ۽ ٻين کنڊرن جي کوجنا تي ڪجي ته ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته جنهن زماني ۾ سمير ۾ صرف مٽيءَ جون جايون ٺهيل هونديون هيون. ان وقت هتي قديم نگرن جي عمارتن ۾ پڪل سرون ڪتب آندل هيون، جن جا آثار اڄ به چڱيءَ طرح ڏسڻ ۾ اچن ٿا.



سنڌ ۽ سمير جو تاريخي بحث ۽ پورين شاهدين جي روشنيءَ ۾ سنڌ جي سرزمين دنيا جي قديم ترين علائقي سمير تي فوقيت ۽ اوليت جو درجو رکي ٿي. سنڌ سمير کان نه صرف آڳاٽي ۽ سرسبز سرزمين آهي، بلڪل تمدني عظمت کان سواءِ تهذيبي معيار ۾ به ان کان بلند آهي.

سُميري تهذيب جي آڳاٽي شهر اُر (Ur) جي کوٽائيءَ دوران قديم آثارن جي ماهر ليونارڊ وولي (Leonard Woly) کي 'ميخي خط' (Cuneiform) ۾ بيشمار مُهرن سان گڏ عاج ۽ اُن مان ٺهيل شيون هٿ آيون، جيڪي 'دلمون' مان اُر (Ur) طرف تجارت ذريعي پهتيون هيون.

ڊبليو ڊيز ۽ ٻين يورپي 'محققن' وٽان تصديق ملي ٿي ته سميرين وٽ تهذيب جي تنوير ۽ تمدني توقير خليج فارس جي ڏاکڻين علائقي (واديءِ سنڌ) مان آئي هئي.

سنڌ جي مشهور ليکڪ منو تولا رام گدواڻيءَ اخبار 'درم وير' سکر، 1928ع واري هڪ پرچي ۾ 'اونيس' کي 'اڏيرو لال' ڪري ليکيو ۽ لکيو آهي: 'اڏيرو' لفظ سنڪرت لفظ 'ادو' معنيٰ پاڻيءَ مان نڪتل آهي. ساڳيءَ ريت 'اونيس' بابت به روايت ملي ٿي ته هن سنڌ کان سمير ويندي پاڻيءَ جو سفر جهاڳيو هو ۽ جيئن 'اڏيري لال' کي مڇيءَ/ پَلي تي سواري ڪندي ڏيکاريو ويو آهي، تهڙيءَ ريت 'اونيس' بابت به مشهور آهي ته: هو مڇيءَ تي سوار ٿي سمير اچي نڪتو هو. سنڌ ۽ سمير جي باري ۾ سرجان مارشل ۽ ٻين عالمن جيڪي انڪشاف ڪيا هئا، تن کي بروقت ته ڪا اهميت نه ڏني وئي، پر پوءِ جڏهن ڊاڪٽر ايس نوح ڪريم پنهنجا تحقيقاتي ثبوت فراهم ڪيا ته سڀ ڪنهن کي نهايت فراخدليءَ سان اهو تسليم ڪرڻو پيو ته:

بيشڪ تهذيب ۽ تمدن جو سرچشمو جنهن
مان سڄي دنيا سيراب ٿي علم ۽ عرفان جي
وسعت ۾ قدم رکندي اڳتي وڌندي وئي، ان کي
'واديءِ سنڌ' سڏيو وڃي ٿو.

قديم سنڌ (دلمون) جي ديوتا سروپ انسان 'اونيس' جي سنڌ کان سمير ۾ آمد ۽ تعليم بابت ٻي هڪ تاريخي تصنيف (*سرزمين مشرق يا گهواره تمدن، ص 357 ول ڊيورانٽ، پارسي مخزن 'هنر مردم' ايران جي حوالي سان*) جي هيءَ شهادت آهي ته مڇيءَ جي کل بدن تي اوڍيندڙ يا اهڙي قسم جي چادر پهريندڙ هو هن سمير جي اچڻ کان پوءِ اتان جي ستن شهرن مان ستن برگزيدن ماڻهن جي چونڊ ڪري انهن کي جو ڪجهه صحيح زندگي بسر ڪرڻ لاءِ لازمي هو، ان جي علم ۽ فن جي تعليم تربيت ڏنائين.

ساڳيءَ تصنيف ۾ وڌيڪ وضاحت ڪيل آهي ته اهو داناءِ معلم اونيس رات جو هڪ غار ۾ وڃي رهندو هو ۽ ڏينهن جو سمورو وقت شاگردن جي سکيا تي صرف ڪندو هو. سندس شاگردن جو تعداد ستن تائين هو. جيڪي تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ سمير جي ستن شهرن ۾ وڃي پنهنجو فيض عام ڪرڻ لڳا. اها تعليم پوءِ مشرق کان مغرب تائين پهتي. هنن جا نالا يا لقب هن ريت ڄاڻايل آهن: (1) 'يوم حيات'، شهر آور جو فرزند. (2) 'يوم فراواتي' شهر نيپور جو مبارڪ فرزند. (3) 'يوم مُسرت'، شهر اروڊا جو پرورش يافته فرزند. (4) 'يوم انبساط'، شهر ڪلاب جو باشندو. (5) 'يوم چهر روشن'، شهر ڪيش جو دانشور فرزند. (6) 'يوم سعادت'، شهر لگاش جو قاضي ۽ (7) 'يوم زندگي بخش افتادگان'، شهر شريڪ جو پناهه گزين.

هنن مان پوئين نالي واري شاگرد 'يوم زندگي بخش افتادگان' جي نسبت مان معلوم ٿئي ٿو ته: انهيءَ جو تعلق طب سان هو. ڇاڪاڻ ته اهڙو نالو يا لقب هن دور ۾ به 'مسيح الملڪ' جي صورت ۾ رائج آهي، جيئن مسيح الملڪ اجمل خان وغيره.

هن سان پهرين ڳالهه جا 'اونيس' جي لباس سان لاڳاپو رکي ٿي، سا ان علامت جي وضاحت ٿي ڪري، جيڪا موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ مان هٿ آيل هڪ معتبر ماڻهوءَ (پروهت: King Priest) جي مورتيءَ جي انگن تي چادر جي روپ ۾ ڏني وئي آهي. انهيءَ چادر جا چٽ هڪ طرف مڇيءَ جي چلرن سان ملن ٿا ته ٻئي پاسي انهن جو نمونو ٽيڪي (ٽن پنن واري) ٻوٽيءَ سان ٺهڪي اچي ٿو. ٻنهي حالتن ۾ اهو انومان وڃي بيهي ٿو ته چادر اوڍيندڙ هڪ برک، پلارو ۽ ڏاهپ وارو شخص هو.

موهن جي دڙي واري مورتيءَ جي لباس تي راءِ زني ڪندي ڪيترن عالمن انهيءَ ڳالهه جي پُٺڀرائي ڪئي آهي ته آڳاٽي زماني ۾ واديءِ سنڌ جا سگهڙ ماڻهو عام طرح اهڙوئي لباس پهريندا هئا. انهيءَ چادر جي باري ۾ ٻي هيءَ ڳالهه مشهور آهي ته اها چادر اڄوڪي 'اجرڪ' جي اوائلي صورت هئي ۽ جيئن اجرڪ کي اڄڪلهه سنڌي تهذيب جي علامت ڪري ليکيو ۽ هنڊايو وڃي ٿو تيئن ان زماني ۾ به قديم سنڌي هن کي پنهنجي تهذيبي نشاني تصور ڪري ڪتب آڻيندا هئا. دستور آهي ته سهڻي شيءِ کي

هر ڪو پاڪ سپاڳ جي نشاني سمجهي استعمال ڪندو آهي.

’دلمون‘ جي داناءِ معلم ’اونيس‘ جو آڳاٽو احوال سميرين جي لکتن ڪان سواءِ ڪلدانين جي پراڻن ڪتبن مان پڻ ملي ٿو، جنهن مان معلوم ٿو ٿئي ته هو نوح نبيءَ جي طوفان ڪان به اڳ ٿي گذريو آهي ۽ اهڙو ثبوت توريت جي ’ڪتاب پيدائش‘ ۾ به ملي ٿو.

هن لاءِ وڌيڪ جيڪي شهادتون مليون آهن، تن جي مطالعي مان به اونيس جي اهميت ۽ واديءِ سنڌ جي قدامت اجاگر ٿئي ٿي. اهڙي هڪ شهادت مذهبي ڏندڪٿا جي صورت ۾ هيٺينءَ ريت آهي:

آرين جي آمد ڪان اڳ سميرين ۽ ڪلدانين جا سنڌي دراوڙن سان هڪ ٻئي جي همعصر هئڻ ڪري پاڻ ۾ گهرا ناتا هوندا هئا. مثال طور: نوح نبيءَ جي طوفان وقت هندين جي ’مَنو‘ ديوتا کي بچائڻ واري ديوتا ۽ ’زيوسدرا‘ کي امان ڏيندڙ ديوتا ’اي‘، ’آ‘، جي ’لباس واري مشابهت مان ظاهر آهي ته ’منوءَ‘ کي بچائڻ واري ديوتا (مڇيءَ جي ڪل واري لباس ۾) ۽ ’زيوسدرا‘ کي امان ڏيندڙ ديوتا به ساڳيءَ ريت مڇيءَ جي ڪل واري ويس ۾ نمودار ٿيو هو ۽ انهن جو سڀ ڪان وڏو ديوتا ’اونيس‘ پڻ مڇيءَ جي ڪل جي پوشاڪ ۾ ڌرتيءَ تي نروار ٿيو هو. ساڳيو ’اونيس‘ ديوتا جو ڪنهن زماني ۾ سميرين ۽ ڪلدانين وٽ وڃي ڪين تهذيب جي روشنيءَ ڪان روشناس ڪرائي چڪو هو.

*(اونيس Ounes جي باري ۾ سڄو تفصيل ڊاڪٽر قمر الدين ديردوني جي مضمون تان ورتو ويو آهي، جو اخبار ’انجام‘ ڪراچيءَ ۾ ڇپيو هو.)*

هي مشابهتون ۽ مطابقتون هڪ طرف هي شيون ڄاڻائين ٿيون ته سنڌ جي قدامت مسترچلڊ چواڻي نوح نبيءَ جي طوفان ڪان به آڳاٽي آهي ته ٻئي پاسي انهن مان اها پروڙ به پوي ٿي ته تهذيب جا شروعاتي آثار سنڌ مان ٿي سمير ڏانهن منتقل ٿيا هئا.

*[حوالو: (1) سنڌ جي طبي تاريخ، ’دلمون ۽ سنڌ‘، نياز همايوني: ص 3 کان 12]*

سميري لکتن ۽ ڏندڪٿائن ۾ دلمون جي ’اينڪي راڻي‘ (Enki) جو ذڪر ملي ٿو، جنهن جو مطلب ’The Pure Queen‘ خالص راڻي آهي، جيڪا پاڻيءَ جي نگران ۽ سمنڊ ۽ درياهن جي ديوي (Goddess) آهي. ابتدا ۾ سيموئل نوح ڪريمر جو حوالو ڄاڻايل آهي، ساڳئي عالم جي ڪتاب ’The Indus Civilization and Dalmon, The Sumerian Paradise Land‘ جي پڙهيل سميري لکيتن مان ڪن جو ورجور هيٺ ڏجي ٿو:

هڪ لکيت جي پاڄ:



ti dingir-gin, mu-un-na-ši-mu
zi-da-ri dingir-gin, mu-un-<na>-ab-e11-dè
ud-ba zi-ud-sud-rá lugal-àm
mu-nig-gi-lim-ma numun-lú-lu; uru-ag
kur-bal kur-dilmun-na ki-dutu-è-šè mu-un-ti-eš

[انهن (اين ۽ اينڪي)، خدائن جهڙي زندگي عطا ڪئي،
لافاني ساهن کي ڌرتيءَ تي لاٿو ويو.
پوءِ زيوسدر، عظيم ديوتا
انساني تسلسل ۽ ٻاڄين جي محافظ، زمين تان سفر ڪندي
’دلمون‘ کي منتخب ڪيو.
جتان سج اڀري ٿو ۽ خوشحاليءَ جو سبب بڻجي ٿو.]

هن (اينڪي) دلمون جي زمين کي پاڪ ۽ خالص ڪري، ننسڪيلا (Ninsikilla) کي ان جو نگران مقرر ڪيو.

(2) ٻي لکيت جي پاڄ:



[مقدس شهرن- ڏنو(؟) انهن کي (؟) هن (اينڪي) پنهنجي حصي جيان،
دلمون جي ڌرتي مقدس آهي،
مقدس سمير- ڏنو(؟) هيءَ هن کي (؟)
پنهنجي حصي جيان،
دلمون جي ڌرتي مقدس آهي،
دلمون جي ڌرتي مقدس، دلمون
جي ڌرتي نج،
دلمون جي ڌرتي صاف، دلمون
جي ڌرتي مقدس آهي.]



(3) ٽين لکت جي پاڄ:

[دلمون مان ايندڙ ٻيڙيون، ٻاهرين
ڌرتيءَ ۽
اُر ننشي (Ur- Nanshe) مان
ڪاٺ ۽ ان مان ناهيل نذرانا کڻي
ايندي يون آهن]



(4) چوٿين لکيت جي پاڄ:

[ميلوها مان ايندڙ ٻيڙين،
مگن مان ايندڙ ٻيڙين،
دلمون مان ايندڙ ٻيڙين کي،
هوءَ هڪٻئي سان گڏ هڪ قطار ۾
آڳاڙي بندر وٽ ٻيهاري ٿو.]

(5) پنجين لکيت جي پاڇ:



[مگن (Magan) ۽ دلمون جي ڌرتي ،
مون ڏي نهارين ٿيون، اينڪي،
ميدان تي دلمون- ٻيڙين جا پڳهه پيل آهن،
۽ مگن- ٻيڙيون پريل سامان سان آڪاس جي بلنديءَ تي]

تازي تحقيق مطابق جمديت نصر(Jemdet Nasr) ۽ وروڪا (Warka) ۾ ٿيل کوٽاين دوران ٽين صديءَ ق. م سان لاڳاپيل سميري تصويري لکت هٿ آئي آهي، جنهن تي اُڪريل تحرير سنڌو تهذيب جي ماڳن تان لڌل مهرن سان ملي ٿي.

[The Indus Civilization and Dilmon, the Sumerican Paradise Land- by Samuel Noah Kramer, *Expedition, Spring, 1964*.]

**دلن جو دڙو** (ماڳ): هي اسلامي دؤر جو ماڳ آهي، جيڪو تلهار کان چار ميل ڏکڻ اوڀر، ضلعي بدين ۾ ڳوٺ غلام حسين جماليءَ جي ڏکڻ اوير ۾ آهي. دڙو 25 ايڪڙن ۾ 15 فوٽ ڪن اوچو آهي. هن وسنديءَ کي مدد خان پٺاڻ برباد ڪيو هو. هن جي اپرندي ۾ رڻ درياهه وهندو هو. ڳنو ڊورو، رڻ نديءَ مان هن هنڌان ٿي ڦٽي نڪرندو آهي.

**دلو** (برج: Aquarius): دلو برج ٻارهن آسماني برجن جي دائري جو يارهون نمبر برج آهي. علم نجوم جي ڄاڻ رکندڙن جو چوڻ آهي ته 20 جنوري کان 18 فيبروريءَ جي وچ ۾ جنم وٺندڙ ماڻهو دلو برج سان وابسته هوندا آهن.




هن برج جو متاهون سيارو يورينس آهي، جيڪو هن برج سان لاڳاپيل هوندو آهي. دلو برج سان تعلق رکندڙ ماڻهو ذهين، خيال پسند، ڳولا ڪندڙ، وسيع/ ڪليل ذهن، صاف دل، خودمختيار ۽ ڪي قدر مغرور هوندا آهن. جذباتي طور الڳ طبيعت هئڻ جي باوجود دوستاڻو ماحول اختيار ڪندا آهن. دلو برج وارا اڪثر سياسي تنظيمن ۾ حصو وٺندا آهن. دلو برج وارن ماڻهن کي خاص طور سماجي خدمت، ڪمپيوٽر سائنس ۽ اليڪٽرانڪ جهڙن شعبن سان دلچسپي هوندي آهي.

**دل وارن جي دنيا** (ڪتاب): هي ڪتاب نامور ڪهاڻيڪار نجم عباسيءَ جي ڪهاڻين جو مجموعو آهي، جنهن کي يوسف سنڌيءَ ترتيب ڏنو آهي. هن ڪتاب ۾ سندس اهي ڪهاڻيون شامل آهن، جيڪي ٽماهي مهراڻ ۾ ڇپيون هيون. ڪتاب جي ارپنا ملڪ آگاڻي، واجد، ڊاڪٽر شمس سومري ۽ سيد اڪبر جي نالي ٿيل آهي. هي ڪتاب ٽن ڀاڱن تي مشتمل آهي. پهرين ڀاڱي ۾ اصلوڪيون ڪهاڻيون، ٻئي ڀاڱي ۾ ترجمو ٿيل ڪهاڻيون ۽ ٽئين ڀاڱي ۾ يادگيريون ڏنيون ويون آهن. رنگين ٽائيٽل سان ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ 269 صفحا آهن. هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ 2000ع ۾ ڇپايو آهي. هن ڪتاب جي قيمت 200 روپيا آهي.




**دلواڻي** (ذات): ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا موجب هي گورچاڻي بلوچن جي دُرڪاڻي شاخ جي آلڪاڻي نُک مان آهن، جن جي هڪ پاڙي جو نالو دلواڻي آهي.

- دلواڻي، هندن ۾ به هڪ ذات به آهي.

**دلو راءِ** (ماڳ): دلو راءِ، دلور شهر جو رهاڪو هو. جيڪو شهر سندس نالي پٺيان سڏبو ٿي ويو. انهيءَ جي اولاد مان هڪ ٻيو دلوراءِ سومرن جي دؤر ۾ به ملي ٿو. دلوراءِ ثاني وڏو ظالم بدڪردار ۽ بڇڙن افعالن وارو هو. اروڙ ۽ برهمڻ آباد جهڙا شهر هن جي ظلمن سبب برباد ٿيا. اروڙ شهر ۾ جيڪو به سوداگر اچي لهندو هو ته دلوراءِ ان کان ڏاڍ جي زور تي اڌ مال ڦُري وٺندو هو ۽ جيڪڏهن ان سوداگر سان ڪا سهڻي زال هوندي هئي ته اها به زوريءَ ڪسيندو هو. هڪ دفعي سيف الملوڪ نالي هڪ سوداگر بيت الله ڏانهن ويندي اچي اروڙ پهتو، ان سان گڏ ان جي هڪ سهڻي زال بديع الجمال به هئي. دلوراءِ سيف الملوڪ کي محصول ادا ڪرڻ لاءِ تنگ ڪرڻ شروع ڪيو. سيف الملوڪ هڪ ڏينهن جي مهلت گهري ۽ سڄي رات عبادت ڪري خدا کان پنهنجي ننگ ۽ ناموس ۽ مال جي حفاظت جي دعا گهرندو رهيو. انهيءَ رات قدرت اهڙو بندوبست ڪيو، جو سيف الملوڪ پنهنجي زال سميت خير سان اروڙ مان نڪري هليو ويو.

صبح جو جڏهن دلوراءِ کي اها خبر پئي تڏهن هٿ مليندو رهجي ويو. سيف الملوڪ جي بددعا سبب اروڙ جو شهر تباهه ٿي ويو. اروڙ جي تباهه ٿيڻ ڪانپوءِ هي دلوراءِ برهمڻ آباد اچي رهيو. برهمڻ آباد ۾ به هن جا ساڳيا ئي ڪرتوت هئا. ڪا سهڻي عورت يا ڪنهن وٽ مال ڏسندو هو ته پوءِ لالچ ۾ اچي، اها حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هو ايستائين جو پنهنجي ڀاءُ ڇُتي امراڻيءَ کي به نه ڇڏيائين. ڇُتي امراڻي ننڍپڻ ۾ اسلام قبوليو. هن جي مٽن مائٽن هن کي گهڻو ئي سمجهايو پر هي ڪين مڃيو ۽ حج جي ارادي سان جلد مڪي ڏانهن هليو ويو، اتي پهچي هن هڪ عورت کي دڪان تي قرآن شريف جي تلاوت ڪندي ڏٺو ته اتي ويهي رهيو. عورت پڇيس ته ڇو ويٺو آهين؟ هن چيو ته قرآن شريف ٻڌڻ لاءِ ويٺو آهيان. ان عورت کي عرض ڪندي چيائين اي پاڪ عورت! جي تون مون کي قرائت

سيکارين ته آءٌ تنهنجو هميشه احسانمند رهندس. ان عورت چيو ته قرآن ۾ منهنجي استاد هڪ ڇوڪري آهي، جيڪڏهن تون ڪپڙا بدلائي ان ڇوڪريءَ جو لباس پهري اچين ته آءٌ تو کي اتي وٺي هلان. اهڙيءَ طرح ڇتو انهيءَ ڇوڪريءَ وٽ قرآن پڙهڻ لڳو. اها ڇوڪري نجوم جي علم جي ڏاڍي ماهر هوندي هئي ۽ سيني کي پٽي حال ٻڌائيندي هئي. اهو ڏسي هڪ ڏينهن ڇتي امراڻي هن ڇوڪريءَ کان پڇيو ته تون سيني کي پٽي حال ٻڌائين، ڇا پنهنجي خبر آهي. انهيءَ تي هن ڇوڪري پنهنجي قسمت ڏسي چيو ته منهنجي شادي هڪ سنڌيءَ سان ٿيندي ۽ اهو سنڌي تون آهي. هاڻي وڃي پنهنجو حليو درست ڪر ۽ منهنجي ٻانهن اچي منهنجي مائٽن کان وٺ.

اهڙيءَ طرح مڪي ۾ انهيءَ ڇوڪريءَ سان سندس شادي ٿي. ڇتو پنهنجي زال وٺي اچي برهمڻ آباد ۾ ويٺو. دلوراءِ کي جڏهن خبر پئي ته هن گهڻائي وس ڪيا، پر ڇتي جي ڊپ کان ڪجهه به نه ٿي ڪري سگهيو. آخر هڪ ڏينهن دلوراءِ وجهه وٺي ڇتي کي ڪنهن ڪم سان ٻاهر موڪلي، پاڻ ڇتي جي گهر ۾ سندس زال ڏسڻ آيو. ڇتو به انهيءَ وقت گهر پهتو ۽ دلوراءِ جي اها ڪريل حرڪت ڏسي پنهنجي زال کي وٺي شهر مان نڪري هليو ويو ۽ ويندي ويندي، اهو پڙهو ڏنائين ته دلوراءِ حاڪم جي بدڪرداريءَ سبب هي شهر اڄ تباهه ٿيندو ۽ ٿيو به ائين. برهمڻ آباد انهيءَ رات ئي غرق ٿي ويو فقط هڪ منارو عبرت جو يادگار رهيو. دلوراءِ اروڙ ۽ برهمڻ آباد جي تباهي ڪانپوءِ اچي پنهنجي ڀاءُ ڇتي امراڻيءَ جي پيرن تي ڪريو ۽ معافي وٺڻ لڳو. ڇتي امراڻي جي هٿ تي دلوراءِ مسلمان ٿيو ۽ برن ڪمن کان توبهه ڪيائين. جديد دور جي محققن دلوراءِ جي قصي کي حقيقت بجاءِ هڪ من گهڙت افسانو سڏيو آهي.

**دلور جا دڙا** (ماڳ): هي قديم آثار تعلقي سنجهوري، ضلعي سانگهڙ جي ديهه 42 ۾ ٽنڊي آدم جهول روڊ تي، ٽنڊي آدم کان اٽڪل 10 ميل اوڀر طرف جمڙائو ڪئنال جي ڪاهي ڪپ تي موجود آهن. عام طرح مقامي ماڻهو هنن آثارن کي 'دلور جا دڙا' ڪري سڏيندا آهن. هتي موجود ڪنهن وڏي شهر جي



تباهيءَ جو سبب ان وقت جي حاڪم راجا دلوراءِ جي ظلمن ۽ سندس بزرگ ڀاءُ ڇتي امراڻي جي ڏنل پاراتي کي سمجهيو ويندو آهي. هن قسم جي روايت نه صرف هتي، پر سنڌ جي ٻين به ڪيترن قديم شهرن لاءِ مشهور آهي.

1954ع ۾ مسٽر اي- ايف بيلاسس ۽ سي. ڊبليو رچرڊسن هنن قديم آثارن تي اچي کوجنا ڪئي. سندن خيال موجب هي آثار قديم شهر برهمڻ آباد جا آهن. جيڪو قلعي بند هو هي هڪ واپاري شهر هو جنهن ۾ مختلف قسمن جا دڪان ۽ فوجن جي رهڻ جون بيرڪون هيون. شهر اٽڪل چئن ميلن ۾ پکڙيل هو برهمڻ آباد کان ڏيڍ ميل تي هتي جي آخري بادشاهه دلوراءِ جي رهائش هئي. پنج ميل وڌيڪ اوڀر طرف ڏيپر گهانگهري ۾ وزيراعظم رهندو هو 1871ع ۾ اليگزينڊر ڪننگهام به هن جاءِ تي برهمڻ آباد ۽ منصوره جي هجڻ جو حامي آهي، جيڪي ڌرتي ڌڻ سبب تباهه ٿي ويا. 1884ع ۾ جنرل ايم. آر. هيگ دلور جي دڙن کي عربن جو آباد ڪيل شهر منصوره قرار ڏنو آهي. (ڏسو: منصوره)

**دلو شاهه** (ديهه) : تعلقي موري ضلعي نوشهري فيروز جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

نوڙها، ارباب چانڊيو يوسف پنهور، سنجر ڪوريجو منگو ڏهر خدا بخش ڏهر ۽ ڳوٺ نواز جتوئي.

**دلو ڪيٽي** (ديهه): ضلعي مٽياري، تعلقي هالا جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

الله بخش راهوجا، صبحجا 1، صبحجا II ۽ دلو ڪيٽي.

**دل ۽ ڌرتيءَ جا گيت** (ڪتاب): هي شعري مجموعو مشهور شاعر نياز همايونيءَ جو آهي، جيڪو ناميارو اديب ۽ نقاد تاج جويي ترتيب ڏنو آهي. هن شعري ڪليات ۾ نياز همايونيءَ جا ٻه شعري مجموعا: 'ڌرتيءَ جا گيت' ۽ 'ساٿيهه جي ساڪ' شامل آهن. ان کانسواءِ سندس مختلف رسالن ۾ شايع ٿيل شاعري پڻ سهيڙي شامل ڪئي وئي آهي. مرتب تاج جويي 'درٻارين جا ڪنڌ جهڪي پيا' عنوان هيٺ جامع پيش لفظ ۾ ڄاڻايو آهي ته، نياز جي شاعريءَ ۾ ڪافي نوان اسم موجود آهن. جهڙوڪ: لوڪ گيتن ۾ همرچو، تاسرڙو، اوڙو، موئرو ۽ جهونگارون وغيره. هن ڪتاب ۾ نياز همايوني جي شاعري تي عبدالواحد آريسر جو اهم مقالو پڻ آهي، جيڪو هن 'ڌرتيءَ جا گيت' جي مهورت وقت پڙهيو هو ان کان سواءِ ساڳئي ڪتاب جي ٻهرئين ڇاپي جو مهاڳ، محمد صالح عاجز جو لکيل پڻ ڏنو ويو آهي. ڪتاب جي شروعات ۾ نياز همايونيءَ جو پروفائيل ۽ سندس زندگيءَ جو خاڪو تاج جويي جو لکيل آهي. هن ڪتاب جو انتساب نياز جي اولاد جي نالي هن ريت ڪيو ويو آهي:

'نئين نسل، نياز جي اکين جي تارن: اويس نياز، پرويز نياز، سومل نياز جي نالي، جيڪي سنڌ جي تابناڪ مستقبل جا اهڃاڻ بڻجي سگهجن ٿا.'

پڪي جلد ۽ رنگين ٽائيٽل سان هي ڪتاب روشني پبليڪيشن، ڪنڊياري پاران 2009ع ڌاري ڇاپيو ويو ڪتاب 491 صفحن تي مشتمل آهي ۽ ان جي قيمت 350 روپيا آهي.

**دليپ ڪمار**: برصغير جي فلمي دنيا جي سڀ کان وڌيڪ چمڪندڙ ستاري دليپ ڪمار، 11 ڊسمبر 1922ع تي پشاور جي قصه خواني بازار ۾ رهائش پذير هڪ پٺاڻ خاندان جي فرد لالا غلام سرور جي گهر ۾ جنم ورتو. جنهن وٽ پشاور ۾ ميون جا باغ هئا. هن ئي ساڳئي شهر ۾ فلمي دنيا جي هڪ ٻئي ستاري راجڪپور (جنم 14 ڊسمبر 1924) به جنم ورتو هو. دليپ ڪمار جو اصل نالو محمد يوسف هو. سندس ڪٽنب 1920ع ۾ پشاور مان لڏي وڃي بمبئيءَ ۾ ٽانئيڪو ٿيو. جتي ناسڪ جي ويجهو ديولائيءَ ۾ سندس والد کي ميوي جا باغ هئا. 18 سالن جي عمر ۾ يوسف خان پوني ۾ ملٽري ڪئنٽين سپلائر طور اچي ڪم کي لڳو. ان وقت جي مشهور ائڪٽريس ديوڪا راڻيءَ جي مڙس همائشو راءِ باسيءَ، بمبئي ٽاڪيز فلم اسٽوڊيو قائم ڪيو هو. دليپ ڪمار کي فلم لائين ۾ آڻڻ جو شرف ديوڪا راڻيءَ جي ٻئي مڙس روسي چترڪار سويتو سالوَرورڪ کي آهي، جنهن جي نظر دليپ ڪمار تي پوني جي ملٽري ڪئنٽين ۾ ميوي جي فراهميءَ جو ڪم ڪندي پئي. ڪيس 1944ع ۾ بمبئي ٽاڪيز جي فلم 'جوار ڀاٽا' ۾ هيري جي رول لاءِ چونڊيو ويو. هنديءَ جي مشهور ليکڪ ڀڳوتي چرڻ ورما، يوسف خان کي سونهري پردي لاءِ 'دليپ ڪمار' جو نئون نالو ڏنو. 'جوار ڀاٽا' کان پوءِ دليپ ڪمار کي 'مان' فلم ۾ هيري جو ڪردار ڏنو ويو، جيڪو ٽئگور جي ڪهاڻي 'ٻُڏڪا ڊوبي' تي آڌاريل هو ۽ اُن فلم جو ڊائريڪٽر نتن بوس هو. جنهن اڳتي هلي دليپ ڪمار جي پنهنجي فلم 'گنگا جمنا' ڊائريڪٽ ڪئي. دليپ ڪمار جي پهرين ڪامياب فلم 'جگنو' (1947ع) هئي، جنهن جي هيروئن نورجهان هئي ۽ ان فلم لاءِ محمد رفيع جو ڳايل گانو 'يهان بدله وفا ڪا بي وفائي ڪي سوا ڪيا هي' بيحد مقبول ٿيو. 1948ع ۾ دليپ ڪمار جي 'گهر ڪي عزت' فلم رليز ٿي، جيڪا سنڌي ڊائريڪٽر کانچند درياڻيءَ تيار ڪئي هئي ۽ ان فلم جي هيروئن اُن وقت جي چوٽيءَ جي اداڪاره ممتاز شانتي هئي. دليپ ڪمار جون سڀ هيروئينون مردلا، نورجهان ۽ ممتاز شانتي ڪانئس عمر ۾ وڏيون ۽ تجربيڪار هيون ۽ دليپ سندن آڏو اجا سيڪڙات هو.



برصغير جي ورهاڱي کان پوءِ دليپ ڪمار جون هڪ ٻئي پٺيان ٽي فلمون: فلمستان جي 'شهيد' (1947)، ايس. يو سُني جي 'ميلا' (1948) ۽ محبوب خان جي 'انداز' (1949) سُپر هٽ ثابت ٿيون. انهن فلمن ۾ دليپ ڪمار جون همعصر هيروئينون-ڪامني ڪوشل ۽ نرگس ساڻس گڏ هيون. جن سان هن جي ڪامياب جوڙي ٺهي هئي.

دليپ ڪمار، مختلف فلمن ۾ جواهر لال نهروءَ، مغل شهزادي سليم، پرٿوي راج، شهنشاهه اڪبر، مڌو بالا، انارڪلي، درگا کوٽي، جوڌا ٻائيءَ جي رول ۾ پنهنجي اداڪاريءَ جو ساڳيو جلوو ڏيکاري، هندي سئنيما جي تاريخ ۾ اڄ تائين سڀ کان وڌيڪ شهرت ۽ مقبوليت حاصل ڪئي آهي. محبوب خان جي ڊائريڪٽ ڪيل فلم 'انداز' ۾ دليپ ڪمار، نرگس ۽ راجڪپور جي پيار جي ٽڪنڊي جي نفسياتي ڪشمڪش جي عڪاسي جنهن نزاڪت سان ڪئي وئي آهي، اها وري اڄ تائين ڏسڻ ۾ نه آئي آهي.

ورهاڱي کان پوءِ 'انداز' فلم 'جديد حسيت' (Modern Sensibility) واري پهرين 'هاءِ سوسائٽي فلم' هئي. دليپ ڪمار ۽ ڪامني ڪوشل ڇهن سالن ۾ ڇهن فلمن: شهيد، نديا ڪي پار، شبنم ۽ آرزوءَ ۾ گڏ ڪم ڪري ڏسندڙن جي دلين تي راڄ ڪيو.

دليپ ۽ نرگس جي جوڙي به بيحد ڪامياب وئي. 'ميلا' ۽ 'انداز' کان پوءِ 'جوگن'، 'بادل' ۽ 'ديدار' جهڙين ڪامياب فلمن ۾ نرگس، راجڪپور طرف ڇڪجي وئي. دليپ ۽ نرگس جي 'جوگن' فلم، ڪيدار شرما ڊائريڪٽ ڪئي هئي ۽ ان ۾ موسيقي سنڌي موسيقار بليو سي. راڻي ڏني هئي.

1955ع ۾ رليز ٿيل دليپ ڪمار جي فلم 'ديوداس' سندس اداڪاريءَ کي چار چنڊ لڳائي، ڪيس هندي فلمي دنيا جو 'ٽريجڊي ڪنگ' بنائي ڇڏيو. هن فلم لاءِ ڪيس فلم فيئر جو بيسٽ ائڪٽر اوارڊ مليو. اهو اوارڊ دليپ ڪمار کي هينين فلمن تي اٺ ڀيرا مليو آهي: 'داغ' (1952ع)، 'ديوداس' (1955ع)، 'آزاد' (1959ع)، 'نيا دؤر' (1957ع)، 'ڪوهنور' (1960ع)، 'ليڊر' (1964ع)، 'رام ۽ شيام' (1967ع) ۽ 'شڪتي' (1982ع).

ڪامني ڪوشل ۽ نرگس کان پوءِ دليپ ڪمار جي مڌوبالا، وجنتي مالا ۽ نميءَ سان جوڙي پسند ڪئي وئي. مڌو بالا سان دليپ ڪمار جون ڪامياب فلمون 'ترانه' ۽ 'مغل اعظم' هيون. بمل راءِ دليپ ڪمار ۽ وجنتي مالا کي فلم 'مڌومتي' لاءِ چونڊيو ۽ بمل راءِ جي اها فلم باڪس آفيس تي سڀ کان وڌيڪ ڪامياب فلم هئي. هن جوڙي جي ٻي ڪامياب فلم 'نيا دؤر' هئي. مڌو بالا جي انڪار تي اهو رول آر. چوپڙا، وجنتي مالا کي سونپيو هو. دليپ ڪمار پنهنجي فلم 'گنگا جمنا' لاءِ پڻ وجنتي مالا کي چونڊيو. وجنتي مالا سان دليپ جون هن وقت تائين آيل سمورين فلمون ڪامياب ويون آهن. دليپ ڪمار جا نمي ۽ نامور فنڪار لتا منگيشڪر سان پنهنجائپ وارا رشتا رهيا. لتا منگيشڪر هر سال 'راکي بنڌڻ' تهوار تي دليپ ڪمار کي ڀيڻ بنجي راکي/ رکڙي ٻڌندي آهي. نمي دليپ ڪمار سان 'داغ'، 'آن'، 'امر' ۽ 'اڙن کٽولا' فلمن ۾ هيروئن جو رول نڀايو.

ڏکڻ ڀارت جي فلم اسٽار راماللو تامل فلم 'ملائي ڪالن' جي هندي روپ 'آزاد' ۾ دليپ ڪمار کي سونپيو، جيڪا فلم باڪس آفيس تي هِٽ وئي، ان کان پوءِ هو ڪيترين فلمن ۾ ڪم ڪندي 'ڪاميڊي ڪنگ' بنجي ويو. سندس اداڪاريءَ جو هي ٻيو دؤر پڻ پهرئين دؤر جهڙو ئي ڪامياب رهيو.

1976ع کان پوءِ دليپ ڪمار پنجن سالن تائين ڪنهن به فلم ۾ نه آيو 1981ع ۾ هن جي سپر هٽ فلم 'ڪرانتي' ڪيس ٻيهر نمايان ڪيو. ان کان پوءِ شڪتي (1982ع)، ڪرما (1986ع) ۽ سوداگر (1991ع) جي ذريعي هڪ ڀيرو هُو ٻيهر مرڪزي ڌارا ۾ اچي ويو. دليپ ڪمار جو ننڍو ڀاءُ ناصر خان به اداڪار هو. دليپ ڪمار پنهنجي سوانح ۾ ڪامني ڪوشل کي پنهنجي پهرين محبت سڏيو آهي، جيڪا شادي شده هئي. اهو به چيو وڃي ٿو ته دليپ ڪمار جي من جو لاڙو مڌوبالا طرف به هو پر هن جي گهر وارن ڪيس شاديءَ جي اجازت نه ڏني ۽ مڌوبالا جي پيءُ ڪيس دليپ ڪمار سان گڏ ڪم ڪرڻ کان روڪي ڇڏيو. 1966ع ۾ دليپ ڪمار ماضيءَ جي مشهور

فلم اسٽار نسمي جي ڌيءَ سائره بانوءَ سان شادي ڪئي، جيڪا ڪانئس عمر ۾ ڪافي ننڍي هئي. 1980ع ۾ دليپ ڪمار عاصمه سان شادي ڪئي، جنهن سندس رشتي کي خطري ۾ وجهي ڇڏيو هو پر اها شادي جلد ئي ختم ٿي وئي.

دليپ ڪمار جي مشهور فلمن ۾: جوار ڀاٽا، ملن، جگنو، شهيد، ميلا، شبنم، انداز، بابل، آرزو، ترانه، ديدار، داغ، آن، امر، اڙن کٽولا، يهودي، مڌومتي، ڪوهِ نور، ليڊر، دل ديا، درد ليا، رام اور شيام، داستان، سگينه، بيراگ، مشعل ۽ عزتدار آهن. دليپ ڪمار جو شمار ڀارت توڙي ايشيا جي وڏن اداڪارن ۾ ٿئي ٿو. کيس کيترا اوارڊ ۽ لائف ٽائيم اچيومنٽ اوارڊ مليا آهن. پشاور ۾ موجود دليپ ڪمار جي اصلوڪي گهر کي تازو خيبر پختونخوا حڪومت هڪ واپاريءَ کان خريد ڪري، ان کي يادگار جي حيثيت ڏني آهي.

**دليپ ڪوٺاري:** ناميارو ليکڪ ۽ شاعر دليپ ڪوٺاري، مٺيءَ ۾ ڀهلاج مل ڪوٺاري لوهاڻي جي گهر ۾ 4 جنوري 1973ع تي جنم ورتو. شروعاتي، ثانوي ۽ اعليٰ ثانوي تعليم مٺيءَ مان ئي حاصل ڪيائين، جڏهن ته 'زراعت ۽ جِيتن جِي سائنس' ۾ گريجوئيشن ۽ پوسٽ گريجوئيشن جا امتحان سنڌ زرعي يونيورسٽي، ٽنڊي ڄام مان (1991ع) ڏنائين. سندس ڪهاڻيون، شعر ۽ مضمون مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿيندا رهيا آهن. دليپ ڪوٺاري ڪجهه وقت 'عبرت مئگزين' جو سب ايڊيٽر به رهيو آهي. لکڻ جو آغاز ٻاراڻي ادب کان ڪيائين.



هن مٺيءَ ۾ 'ٿينهن پبليڪيشن' نالي هڪ اشاعتي ادارو به قائم ڪيو آهي، جنهن طرفان هن وقت تائين مقبول شاعر سائينداد ساند جو شعري مجموعو 'ڳوڙهن ڳالهايو' (1996ع)، نوجوان شاعرن فيض فراقيءَ جو شعري مجموعو 'غمن جون گهٽائون' (2004ع) ۽ پارُو مل امراڻي سوٽهڙ جا ٻه ڪتاب: 'گيت سانوڻ مِن پانوڻ جا...!' (لوڪ شاعري: 2006ع) ۽ 'مُرڪن مالهائون' (شاعري: 2012ع) شايع ڪرايا آهن.

دليپ ڪوٺاري ڪيترن سالن کان ڳوٺاڻي ترقيءَ جي سهڪاري رِٽا 'ٿرديپ' سان 'دستاويزبندي ۽ اشاعت سازي' آفيسر طور ڪم ڪري رهيو آهي ۽ اُن جي ٽماهي رسالي 'ٿرديپ سماچار' جو ايڊيٽر ۽ اداري جي ڪيترن ئي ڪتابن جو مُرتب آهي. سندس اِدارت هيٺ هن وقت تائين 'ٿرديپ سماچار' جا ويهارو شُمارا ڇپجي چڪا آهن. سماجي ترقيءَ جي اتساهيندڙ مثالي ڪهاڻين، ٻارن جي لڪل ذهني ۽ تخليقي صلاحيتن کي اُجاگر ڪرڻ، صنفي برابريءَ جي شعور کي هٿي وٺرائڻ، لوڪ ڏاهپ کي سهيڙڻ ۽ امن ۽ رواداريءَ جي ڦهلاءَ وارن موضوعن تي هن ٿرديپ جي توسط ۽ ذاتي لڳاءَ سان تحرير تحقيق، ترجمي ۽ ترتيب وسيلي 15 ڪتابڙا ڇپائي پڌرا ڪيا آهن، جن ۾: (1) 'سستو ڇلهو- سؤکي سانجهڻ'، (2) 'سهنج جو سامان'، (3) 'پيڙو پاڻي-نيڙو پاڻي'، (4) 'ٻار گهرن ٿا پيار'، (5) 'ننڍا قرض- وڏا لاڀ'، (6) 'پيار منجهان ڏيان پينگهو لوڏي' (سنڌي لولين، هُلرائن ۽ هيجائن جي چونڊ)، (7) 'مٽيءَ-هٿڙن جي ڪلا ۽ ٻوڏ سٽيل ٻارڙا' (ٻارن جي چترڪاري ۽ لهڪندڙ شعرن جون سٽون)، (8) 'اصلوڪن لوڪن جا آواز' (ڏرتي ڏڻين جي شاعريءَ جا چونڊ اسم)، (9) 'اچوته پنهنجو ڳوٺ سڌاريون' (صفائي سٿرائي ۽ ٻارن جي پورهئي جي حوصلي شڪنيءَ تي ڇهن طبعزاد ۽ ٻن چونڊيل گيتن جو ڪتابڙو)، (10) 'ڏيئي سَنڌيون لاٿيون' (ٿرديپ سماچار جا چونڊ اداريا) ۽ (11) 'امن جي آرسي' وغيره شامل آهن.

دليپ ڪوٺاري نوجوان محققن جي معاونت ۽ تحقيقي سرگرمين لاءِ مٺي (ٿرپارڪر) ۾ 'رابيل ريسورس سينٽر' نالي هڪ ادارو به قائم ڪيو آهي. هو 'ڏاٽ ڏاٽي مجتا فورم، مٺي' ذريعي سنڌ، خاص ڪري ٿر جي قلمڪارن ۽ ڪلاڪارن جي علمي، ادبي، فني ۽ فڪري پورهيي جي قدردانيءَ جي ڏِس ۾ مختلف مجتا ۽ اعزازي تقريبون منعقد ڪري چُڪو آهي. ان کان سواءِ سنڌي ادبي سنگت مٺيءَ جي سيڪريٽري ۽ ضلعي ٿرپارڪر جي رابطا سيڪريٽريءَ طور پنهنجي دور ۾ نه رڳو سرگرم رهيو، پر ڪيترا ادبي ۽ ثقافتي پروگرام به ڪرائي چڪو آهي. ان ڏس ۾ هيءَ شاخ سنڌ جي بهترين شاخن مان هڪ قرار ڏني وئي.

**دليپوٽا** (ديھ): تعلقي پريا، ضلعي نوشهري فيروز جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

زبير پنهور، موسيٰ پنهور، لطف پنهور، منو پنهور، خدا بخش ڀُٽو، پريس شاهه، ڍمرو، حاجي محمد بخش ابڙو ۽ محمد ابراهيم سولنگي.

**دلير دِل خان:** نواب دلير دل خان مغليه سلطنت طرفان نواب سيف الله خان ڪانپوءِ ٺٽي جو حاڪم مقرر ٿيو. 1143هه/1730ع جي آخر ۾ کيس ٺٽي ۾ مقرر ڪيو ويو هن تقريباً ٻه سال ٺٽي تي حڪومت ڪئي. ٻن سالن ۾ فلاحي ڪمن ڪانسواءِ تعميري ڪم به ڪرايائين. هن قديم تاريخي عمارتن جي مرمت ڪرائي ۽ هڪ عاليشان مدرسو ٺهرائي، ان کي هلائڻ لاءِ معلم مقرر ڪيا. ٻه سال وڏي امن امان سان گذاريائين. ان ڪانپوءِ ٺٽي جو صوبو نواب امير خان کي انعام ۾ ڏنو ويو. جنهن ڪانپوءِ نواب دلير دل خان واپس مغل سلطنت جي دارالسلطنت هليو ويو. پر ڪجهه عرصي بعد واپس اچي ٺٽي ۾ هڪ عام شهريءَ وانگر مقيم ٿيو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين.

**دلير رند سخي:** سخي دلير، بلوچستان جو رند بلوچ هو ۽ اتان ڳوٺ جهانگارا، تعلقي سيوهڻ لڏي آيو. سخي دلير مقامي بلوچن کي ايترو ته پيارو هو جو جيو وڃي ٿو ته جڏهن هن وفات ڪئي ته سندس مقبري جي اڏاوت ۾ پاڻيءَ بدران ڏاچين جو کير استعمال ڪيو ويو، جنهنڪري مقبري جو رنگ اڇو آهي. دلير رند سخي ۽ انصاف پسند شخص هو. عقيدتمند بلوچن مقبري جي پيتين تي ذاتين ۽ قبيلن جا نالا لکي ڇڏيا آهن، وهم وسوڙن جو خيال آهي ته ائين ڪرڻ سان سندن بيماريون ختم ٿي وينديون. دلير رند جو مقبرو ڪلهوڙن جي زماني جي مقبرن جهڙو ٺهيل آهي. انهن مقبرن وانگر هن مقبري جي گنبذ مٿان شمع دان آهي، هونئن عام طور گنبذن جي چوٽيءَ تي ڪلس يا نيل هوندي آهي. اهڙو ساڳيو شمع دان لاڙڪاڻي ۾ شاهه بهاري جي مقبري مٿان به ٺهيل آهي. اهو هڪ خاص نمونو آهي، جيڪو ڪلهوڙن سنڌ ۾ متعارف ڪرايو. سخي دلير رند اصل

بلوچستان جو هو پر سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي دؤر ۾ رهندو هو ان ڪري ٿي سگهي ٿو ته هي مقبرو به ڪلهوڙن جي خاص ڪارندن جي مقبرن وانگر ٺهيل آهي. ممڪن آهي ته سندس ڪلهوڙن جي دربار سان واسطو رهيو هجي.

**دليل ديرو** (ديهه) : تعلقي سڪرنڊ، ضلعي نوابشاهه جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڏگاڻو مگسي، سهتو جوکيو، جمال کيريو، منٺار مهر، سيد ڪرم شاهه، محمد دين آرائين، رمضان بروهي ۽ قيص خان مگسي.

**دليل رند جو مقبرو** (ماڳ): هي ارڙهين صديءَ جو ماڳ تعلقي سيوهڻ، ضلعي ڄامشوري ۾ واقع آهي. هن مقبري ″31 ′20 °26 اتر ويڪرائي ڦاڪ ″03 ′43 °67 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي آهي. جهانگارن جي اولهه ۾ سيوهڻ کان 18 ميل، ديهه جهانگارا 103، تعلقي سيوهڻ، ضلعي ڄامشوري ۾ هي مقبرو سيوهڻ، نيئنگ روڊ، جهانگارا تي پري کان ڏسي سگهجي ٿو پڪين سرن سان ٺهيل هن مقبري جو دروازو اوڀر ۾ آهي. مقبرو سجو چن جي گاري سان لتل آهي. اولهه ۾ محراب ٺهيل اٿس. ڪُنڊ جوڙن سان مقبري جي مٿان گنبذ ڏنل آهي. مک دروازي تي ونگن جو پانيل ڏنل آهي. اندران هر ديوار کي هڪ جارو ڏنل آهي، ٻاهران به پانيل ٺهيل آهن. مهاڙيءَ ۾ به پانيل هرهڪ ڪند تي آهن. گنبذ جي مٿان نيل بيٺل آهي. هن مقبري



جو پلستر جتان ڪٿان اکڙي رهيو آهي. جهانگارن کان ڪاڻي ويندڙ روڊ تي هي وڏو قبرستان آهي، مقبرو ان قبرستان ۾ ٺهيل آهي، اڏاوت جو نمونو ٻڌائي ٿو ته اڏاوت 18هين صدي عيسويءَ جي آهي.

**دليل ڪوٽ/ دهليل/ دليل ديرو** (ماڳ) : تاريخ جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته تهذيب ۽ تمدن جي شروعات درياهن ڪان ٿي آهي. انساني آبادين، ڪاروباري مرڪزن، شهرن ۽ قلعن ۽ ڪوٽن جا جيڪي به اهڃاڻ ۽ پار پتا ملن ٿا، اُهي سڀ درياهه جي ڪنڌين يا ان مان نڪرندڙ شاخن جي وهڪري يا لنگهه وٽ ٻڌل هئا. موهن جي دڙي کان چانهون جي دڙي تائين سمورا قديم شهر درياهه جي ڪنڌين تي نظر اچن. اهوئي سبب آهي جو درياهه جي رخ مٽائڻ سان آباد ۽ وسنديءَ وارا ڪيترا شهر ۽ ڳوٺ ڦٽي تباهه ٿي ويل ڏسجن ٿا.

سنڌ ۾ راءِ گهراڻي (50ع کان 662ع) ۽ برهمڻ گهراڻي (712ع تائين) جي حڪمرانن واپارين کي تحفظ ڏيڻ ۽ هن ملڪ کي ڌارين لوڌين کان بچائڻ لاءِ درياهه جي ڪنڌين تي مضبوط قلعا ۽ ڪوٽ ٺهرايا هئا. انهن




دليل ڪوٽ

قلعن مان هڪ قديم قلعو 'دهليل جو قلعو' به آهي، جيڪو پنهنجي شانائتي تاريخي حيثيت ڪري وڏي اهميت رکي ٿو ۽ عرف عام ۾ 'دليل ڪوٽ'/ 'دليل ديرو' سڏجي ٿو.

هيءُ تاريخي قلعو سڪرنڊ شهر کان ٽن ميلن جي پنڌ تي نوابشاهه ڏانهن ويندڙ روڊ سان دليل ديري سبب اسٽاپ تي موجود آهي، جيڪو هن وقت 'دليل ڪوٽ' جي نالي سان مشهور آهي.

هن قديم قلعي بابت سنڌ جون تاريخون اڪثر خاموش آهن. جنهنڪري هن قلعي جي پراڻي تاريخ مختلف ڏندڪٿائن ۽ عوامي روايتن جي لَٽ ۾ لڪجي پنهنجي اهميت وڃائي رهي آهي. اسان جي محققن به هن ڏس ۾ مٿاچري قلم ڪڻڻ ڪانسواءِ ڪا جوڳي کوجنا نه ڪئي آهي.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي تعليقات چچنامه ۽ ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائيءَ جي هڪ تحقيقي مضمون دليل ڪوٽ/ دهليل قلعي ۽ اشتياق انصاريءَ جي ڪتاب 'سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا' ۾ دليل ڪوٽ جي ذڪر کان سواءِ ڪنهن بئي عالم يا محقق ڀرپور انداز ۾ کوجنا نه ڪئي آهي. سڪرنڊ هسٽاريڪل سوسائٽيءَ هن قلعي تي ڪجهه وقت اڳ تحقيق ڪرائي هئي، جنهن ۾ هن عظيم تاريخي ورثي جي ڳُهڻ پاسائين کوجنا ڪري تاريخي سچ تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي.

هن قلعي جو نالو 'دهليل' آهي، جيڪو نالو سڀ کان اڳ مشهور مورخ بلاذريءَ (2699 پنهنجي ڪتاب 'فتوح البلدان' ۾ ڏنو آهي. پوءِ جي مورخن ان ساڳيءَ پڙهڻيءَ کي قائم رکيو آهي. هن قلعي متعلق ڪي عوامي روايتون به ملن ٿيون، پر اهي ڏندڪٿائن کان وڌيڪ حيثيت نه ٿيون رکن. جهڙوڪ: ڪن روايتن موجب هي قلعو ٽالپرن جي هڪ نواب مير دليل خان ٺهرايو هو. ٻيءَ روايت موجب هي قلعو ٽالپري دؤر ۾ دليل خان مگسيءَ ٺهرايو هو.

هڪ روايت موجب هي قلعو ميرن جي ڪنهن ڪوٽوال ٺهرايو هو. ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائي لکي ٿو ته انهن هنهي نالن سان ٽالپري دؤر ۾ هن علائقي ۾ ڪو به نواب يا ڪارائو ڪونه ٿو ملي. اهي محض مقامي قياس آرايون آهن. ليڪن اهي روايتون بنهه ڪوڙيون به نه آهن. انهن مان ڪجهه حقيقت ضرور ملي ٿي، جو ته ٽالپرن جي دؤر ۾ مير نور محمد خان ٽالپر (1832- 1840ع) هن قلعي جي مرمت ڪرائي هئي. ان مرمت جي بنياد تي عوامي روايتن ۾ هن قلعي (دليل ڪوٽ) کي ٽالپرن جي دؤر سان ڳنڍيو ويو آهي. جنهن جي عربي صورت 'دهليله' آهي. اڳتي هلي عوامي لهجي ۾ 'ھ' حذف ٿي وئي ۽ 'دهليل' بدران 'دليل ڪوٽ' جي نالي سان سڏجڻ ۾ آيو.



هي قلعو ٽيرهن سؤ ورهين کان به وڌيڪ عرصو اڳ جو ٺهيل آهي.

چچنامي جي بيان مان پتو پوي ٿو ته عربن جي سنڌ تي حملي (92هه/ 711ع) وقت به هي قلعو فوجي مقصدن لاءِ استعمال هيٺ هو. چچنامي جو مصنف لکي ٿو ته، "محمد بن قاسم، برهمڻ آباد کي فتح ڪرڻ جو پڪو پهه ڪيو ۽ اهو شهر آباد ۽ سندس ملڪ ڪشادو ۽ سرسبز هو. راوڙ ۽ برهمڻ آباد کي ٻه قلعا هئا، هڪ کي 'بهرور' ۽ ٻئي کي 'دهليل' سڏيندا هئا. هنن قلعن ۾ اٽڪل سورهن هزار جنگي سپاهي هئا. محمد بن قاسم اتي پهچي ٻن مهينن تائين گهيرو ڪيو. بهرور جي فتح کان پوءِ جڏهن اها خبر دهليل وارن کي پهتي ۽ اها به خبر پين ته محمد بن قاسم فوج سان هن طرف اچي رهيو آهي ته دهليل جي قلعي ۾ رهندڙ واپاري هندستان هليا ويا ۽ جنگي سپاهي لڙائيءَ لاءِ تيار ٿي ويٺا. اٽڪل ٻن مهينن تائين قلعي جو گهيرو رهيو.

سيد ابو ظفر ندويءَ جو بيان به لڳ ڀڳ ساڳيو آهي، جيڪو لکي ٿو ته "ماهه شوال 93هه ۾ محمد بن قاسم برهمڻ ڏانهن پيشقدمي ڪئي. رستي ۾ ٻه مضبوط قلعا هئا، هڪ دهليل ٻيو بهرور. هر قلعي ۾ سورهن هزار فوج هئي."

عبدالرحمان علي محمد سومري پنهنجي ڪتاب ۾ جرجي زيدان جي ڪتاب ('تمدن اسلام'، جلد 3، باب علوم عرب، انسٽيٽيوٽ پريس عليگڙهه، سال 1908ع) جي حوالي سان لکي ٿو ته مهراڻ جي ماٿريءَ تي 50ع کان 662ع تائين راءِ گهراڻي جي راجائن ۽ 712ع تائين برهمڻ راجائن حڪومتون ڪيون. مهراڻ (جيڪو واپار ۾ بنيادي حيثيت رکندڙ هو) جي بچاءَ لاءِ انهن سري کان ديبل تائين مضبوط قلعا تعمير ڪرايا هئا، جهڙوڪ: ملتان، اچ مي راوڙ، بهرور، دهليلا، الور، سيوستان، برهمڻ آباد، نيرون ڪوٽ ۽ ديبل وغيره. ڪن قلعن کي ٽيٽيون ديوارون ڏنل هيون- ڪوٽن جا برج ۽ گنبذ بلنديءَ جي لحاظ کان يورپ جي ڳاٽ عمارتن کان گهٽ نه هئا.

مٿين تاريخي حوالن مان هيءَ ڳالهه چٽيءَ طرح ثابت ٿئي ٿي ته هي قلعو راءِ گهراڻي (450- 662ع) يا ان کان پوءِ برهمڻ گهراڻي (712ع تائين) جي دؤر ۾ تعمير ٿيو آهي. ان ڪانسواءِ مٿين بيان موجب هن قلعي کي ڏنل ٽيٽيون پٽيون [جيڪي اڄ به موجود آهن] پڻ اهو ثابت ڪن ٿيون ته هي قلعو راءِ يا برهمڻ گهراڻن جي دؤر جو تعمير ٿيل آهي ۽ هن قلعي جي تعمير جو زمانو اُچ، ملتان، نيرون ڪوٽ، ديبل ۽ الور جي قلعن جي لڳ ڀڳ آهي.

غلام حسين جوڻو پنهنجي مضمون ۾ لکي ٿو ته، "هن قلعي جو تعميراتي ڪم، جهڙوڪ: مورچا ۽ دروازي اندران ڪمرا هوبهو ڪوٽڏيجي قلعي وانگر آهن، تنهن مان ائين ٿو لڳي ته هي قلعو ڪوٽڏيجيءَ واري دؤر جو آهي."

پر پهرين راين جي پيٽ ۾ جوڻي صاحب جي دليل ۾ ايترو وزن ڪونهي.

جاگرافيائين بيهڪ جي سلسلي ۾ تاريخي بيانن جي آڌار تي هيٺيان اهڃاڻ ملن ٿا:

چچنامي جي بيان مان معلوم ٿئي ٿو ته هن قلعي جي دروازي جو منهن وارياسي علائقي ڏانهن هو. ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائيءَ جي تحقيق موجب اهو وارياسو علائقو هاڻوڪي نوابشاهه شهر جي ايرندي پاسي هو. هُو لکي ٿو ته، اڳئين وقت ۾ موجوده نوابشاهه شهر جي ايرندي طرف ريگستاني علائقو هو ۽ هن دؤر ۾ نوابشاهه شهر کان ست ميل شهر کان نصرت واهه جي اوير ۾ وارياسو علائقو ڏسڻ ۾ اچي ٿو. اسان جي تحقيق موجب واقعي قديم دؤر ۾ اهو ريگستاني علائقو هن قلعي جي سامهون هو.

هن قلعي جي پرسان هڪ نهر لنگهندي هئي. سيد ابوظفر ندوي لکي ٿو ته، "ذوالحج سن 93هه ۾ ٻن مهينن تائين محمد بن قاسم قلعي جو گهيرو ڪيو ۽ آخر ۾ ماڻهو قلعي جي سامهون دروازي کان نڪري نهر پار ڪري هليا ويا."

چچنامي ۾ جلوالي نالي هڪ نهر جو ذڪر ملي ٿو. جيڪا سنڌو درياهه مان نڪرندي هئي ۽ دهليل جي قلعي جي ويجهو لنگهندي هئي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ان نهر جي باري ۾ لکي ٿو ته، "جلوالي جي نهر برهمڻ آباد جي اوير ۾ وهندي هئي ۽ غالباً اها ئي نهر آهي، جنهن جي ڪناري تي محمد بن قاسم فوجي چانوڻي قائم ڪئي هئي. هيءَ جلواليءَ جو قديم نالو جراڙي، جراري، زماني جي حالتن موجب ڦرندو رهيو ۽ جراڙيءَ جو ڳوٺ ۽ ديهه (شهدادپور کان اٽڪل ڏهن ميلن تي ايرندي پاسي آهي) اڄ به انهيءَ ڍوري جا نشان موجود آهن."

ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائيءَ موجب ته، "جلالي، جلوالي ۽ هاڻ جلالاڻي شاخ سڪرنڊ جي پرسان ٻن ميلن تي موجود آهن. قومي شاهراهه جي پرسان 'ذڪري پير' جي اتر ۾ واقع هن شاخ جو ڍورو رستي کي پار ڪري ٿو ڪجهه وقت اڳ روهڙي ڪئنال کي کنڊ پيو هو ته پاڻي اهو رستو ڏئي دليل ڪوٽ جي هيليان پراڻي درياهه جو ڍورو پار ڪري اچي جلالاڻي شاخ ۾ پيو هو."

ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائيءَ جي تحقيقي راءِ حقيقت جي ويجهو آهي، ڇاڪاڻ ته ڇچنامي جي بيان مان ڇنو اشارو ملي ٿو ته جلوالي نهر هن قلعي جي پرسان لنگهندي هئي ۽ جلالاٽي شاخ هن قلعي کي جراڙيءَ جي پيٽ ۾ گهٽي ويجهو آهي. ان ڪانسواءِ جلواليءَ جي بگڙيل صورت جراڙيءَ بدران 'جلالاٽي' وڌيڪ درست آهي. جلواليءَ مان جلالاٽي ٺيڻ جوهڪ سبب اهو به آهي ته هن شاخ جي پرسان جلالاٽين جو قديم ڳوٺ به آباد آهي. اُن ڳوٺ جي جلالاٽين مان جمال خان جلالاٽي ڪلهوڙن جي دؤر ۾ نالي ۽ رسوخ وارو برزگ ٿي گذريو آهي، جنهن جي پٽ ڄي اُڪر جي ڪم تي ٺهيل وڏي قبر آرادين جي قبرستان ۾ اڄ به موجود آهي، جنهن تي سنڌس وفات جو سال 1204هه اُڪريل آهي.

هن قلعي جي پرسان هاڪڙو درياهه وهندو هو. عبدالرحمان علي محمد سومرو لکي ٿو ته، "هاڪڙي جو بيو نالو 'وهندو' به هو. جيڪو انبالا کان متيرو، هماليه جي سيوالڪ جبلن مان نڪري اپرندي پنجاب، بيڪانير ۽ سنڌ جي اپرندي حصي کي پنهنجي شاخن وسيلي آباد ڪندو، لکپت وٽ ڪوريءَ جي نار ۾ چوڙ ڪندو هو.

ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائي لکي ٿو ته، "تاريخي لحاظ کان موجوده روهڙي شهر جي اتر کان سنڌو درياهه مان هڪ شاخ ڦٽي نڪرندي هئي، جا 'هاڪڙي درياهه' جي نالي سان سڏبي هئي ۽ سنڌو درياهه خود اهو ئي هو. جيڪو هن وقت تائين پنهنجي ساڳئي موجوده وهڪري سان وهندو رهي ٿو."

ڊاڪٽر نبي بخش لکي ٿو ته، اندازاً ڏهين صدي عيسويءَ جي آخر کان وٺي چوڏهين صدي عيسويءَ جي شروع تائين سنڌو درياهه جو مکيه وهڪرو موجوده موري ۽ سڪرنڊ جي وچ ڊاري اوپر طرف ور ڪائي موجوده ميرپورخاص جي رخ تي وهندو هو. جتان کان وٺي هيٺ درياهه جو اهو وهڪرو 'پراڻ' جي نالي سان سڏجڻ لڳو. جن جي ٻن مکيه شاخن جا ڦٽل پيٽ اڄا تائين ميرپورخاص کان هيٺ ٿرپارڪر ضلعي ۾ موجود آهن.

شمس الدين قريشي لکي ٿو ته، "ابن حوقل هاڪڙي درياهه جي وهڪري جي الهندي طرف اروڙ جو شهر ۽ ڏکڻ ۾ سدو سان جو شهر ڏيکاريو آهي. اهو حصو نوابشاهه ضلعي جي اپرندي واري حصي ناري تائين ٿئي ٿو. هن حصي ۾ 'ميرر کڻ جو ٿلهه' دولتپور صفن کان اٺ ڪلوميٽرن پنڌ تي آهي. انهي هاڪڙي درياهه جي ڪناري تي سڏوجن وارو ڪچو قلعو ۽ نوابشاهه ۽ سڪرنڊ وارو ڪچو قلعو ۽ قديم قلعن جا نشان آهن."

ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائي ٻئي هنڌ لکي ٿو ته، "اهڙن آڳاٽن قلعن مان دهليل جو قلعو يعني دليل ڪوٽ قديم زماني ۾ سنڌو درياهه مان نڪرندڙ هاڪڙا شاخ جي ڪپ تي ڏکڻ اوپر ۾ تعمير ڪيل هو."

مٿين تاريخي حوالن مان ثابت ٿئي ٿو ته هاڪڙو درياهه هن قلعي جي پرسان وهندو هو ۽ هي قلعو هاڪڙي درياهه جي ڪپ تي ناهيو ويو هو. اڄ به هن قلعي جي پرسان هاڪڙي درياهه جي وهڪري جا نشان واري سن ڍُبن، هيٺال واري زمين ۽ ڊورن جي صورت ۾ درياهه جي پيٽ جي شاهدي ڏين ٿا.

واپاري لحاظ کان هن قلعي جي وڏي حيثيت رهي آهي، جو هن قلعي ۾ وڏا وڏا واپاري رهندا ها، جن جو هندستان ۽ ڏيسارو خشڪيءَ توڙي درياهه رستي واپار هلندڙ هو. هن قلعي جي حيثيت اهم واپاري بندر جي هئي. تاريخي بيانن مان پڻ ان ڳالهه جي ثابتي ملي ٿي. ڇچنامي جو مصنف لکي ٿو ته، "بهرور جي فتح کان پوءِ جڏهن اها خبر دهليل وارن کي پهتي ۽ اها خبر پين ته محمد بن قاسم فوج سان هن طرف اچي رهيو آهي ته دهليل جي قلعي ۾ رهندڙ واپاري هندستان هليا ويا."

ساڳي ڳالهه سيد ابوظفر ندويءَ پنهنجي ڪتاب ۾ لکي آهي. هُو ان ڏس ۾ وڌيڪ لکي ٿو ته، "دهليل جي قلعي مان محمد بن قاسم کي وڏي دولت هٿ آئي هئي، جنهن جو پنجون حصو هن خليفي ڏانهن عراق موڪليو هو."

ان مان واضح ٿئي ٿو ته هن قلعي ۾ جهجهي دولت پڻ موجود هئي، جيڪا هن قلعي جي واپاري حيثيت ۽ اهميت جي شاهدي ڏئي ٿي. اها وڏي دولت جيڪا عرب فوجين کي هن قلعي مان ڦبي، سا هن قلعي جي سپاهين وٽان نه، پر واپاري قسم جي ماڻهن وٽان ملي هوندي ۽ اها دولت هيرن، موتين ۽ سون جي صورت ۾ ئي هوندي، ڇاڪاڻ ته عبدالرحمان علي محمد چواڻي: ان دؤر ۾ واپاري ڏيتي ليتي سڪن بدران سچن موتين وسيلي ٿيندي هئي. هو صاحب لکي ٿو ته، "مٿين بندرن ۾ واپارين جا عاليشان محلات، گدام ۽ تجارتي ڪوٺيون هيون. سڪن بدران سچا موتي هلندا هئا. مطلب ته هي قلعو واپاري لحاظ کان هاڪڙي درياهه جو مشهور پتڻ ۽ اهم واپاري مرڪز هو.

هن قلعي جي فوجي اهميت بابت چچ نامي ۽ ٻين تاريخي بيانن مان اها ڳالهه پڌري ٿئي ٿي ته هي قعلو فوجي اهميت جي لحاظ کان نهايت اهم هو. هن قلعي ۾ سورهن هزار فوج موجود هئي. بهرور ۽ دهليل قلعا برهمڻ آباد جي بچاءَ لاءِ ڍال جو ڪم ڏيندڙ هئا.

سيد ابوظفر ندوي به ساڳي ڳالهه لکي آهي. يعني برهمڻ آباد جي فتح جا سپنا ڏسندڙ حملي آورن لاءِ برهمڻ آباد جي فتح کان اڳ هن قلعي وارن سان هڪ هڪاٽي ڪرڻ ضروري هئي، ان مان هن قلعي جي فوجي اهيمت ۽ ان دؤر جي حڪمرانن جي فوجي مهارت ۽ رٿابنديءَ جي پڻ خبر پوي ٿي. مطلب ته هيءَ قلعو سنڌ جي تخت گاهه الور ۽ برهمڻ آباد جي بچاءَ لاءِ هڪ مضبوط فوجي چوڪي يا ڇانوڻي هو.

هن قلعي جي حڪمرانن بابت متضاد رايا ملن ٿا. جن مان مونجهارو پيدا ٿيو آهي، خود ڇچنامي جي بيان ۾ به ڄٽائي ڪانهي. هن قلعي جي فتح ٿيڻ کان اڳ ۽ پوءِ ڪهڙا حڪمران هئا. اهو منجهيل مسئلو آهي. ڇچنامي جو مصنف هڪ هنڌ لکي ٿو ته، "هن قلعي جو حاڪم ديوراج هو جيڪو راجا ڏاهر جو سوٽ هو" ٻئي هنڌ لکي ٿو ته، "محمد بن قاسم حنظل بن ڪلابيءَ کي دهليل جو حاڪم مقرر ڪيو" ۽ ٽئين هنڌ لکي ٿو ته، "جڏهن دهليل فتح ٿيو ته محمد بن قاسم نوبه بن هارون کي سڏي ڪائنس بيعت ورتي ۽ اتان کان وڌاتيه تائين ملڪ سندس انتظام هيٺ ڏئي، ڪناري جي ٻيڙين جو ڪم سندس حوالي ڪيو. گڏوگڏ انهيءَ قلعي جي اپرندي ۽ الهندي ڪناري جو پورو ڪاروبار سندس هٿ ۾ ڏنائين."

رحيمداد خان مولائي شيدائي لکي ٿو ته، "الور ۽ برهمڻ جي وچ ۾ دهليل جي قلعي جي حاڪم نوبه پٽ ڌاران وٽ سورهن هزار لشڪر هو."

سيد ابو ظفر ندوي موجب نوبيه پٽ ڏاران کي هن قلعي جي فتح کان پوءِ ناظم مقرر ڪيو ويو. هو لکي ٿو ته، ”جمادي الاول سن 93 هه ۾ عرب فوج برهمڻ آباد ڏانهن ڪوچ ڪيو ۽ دهليل جي فتح کان پوءِ ڏاران جي پٽ نوبيه کي اتان جو حاڪم مقرر ڪيو ويو.“

ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائي لکي ٿو ته، ”چچ نامه ۾ دهليل جي حاڪم جو نالو ڪلابيءَ جو پٽ حنظله آهي، شايد ڏاران جي پٽ نبويه جي مٿان اهو عرب نگران حاڪم هو“.

ان ڪري واضح ٿئي ٿو ته هن قلعي جي فتح کان اڳ هتان جو حاڪم راجا ڏاهر جو پٽ ديوراج هو، جيڪو شڪست کان اڳ قلعو ڇڏي نڪتو هو ۽ ويندي ويندي هن نوبيه پٽ ڏاران (ڏارڻ) کي قلعي تي پنهنجو نائب مقرر ڪيو، جنهن عرب فوج سان بهادريءَ سان مقابلو ڪيو ۽ شڪست کاڌي. هن قلعي جي فتح کان پوءِ محمد بن قاسم سندس بهادريءَ کان متاثر ٿي يا ڪنهن جي سفارش تي ان کان بيعت وٺي ڪيس قلعي جو ناظم مقرر ڪيو ۽ پاڻ برهمڻ آباد ڏانهن ڪوچ ڪيو هوندائين. چچنامي جي بيان موجب محمد بن قاسم ڇهن مهينن کان پوءِ برهمڻ آباد جي فتح کان اڳ جو ٿي ضروري انتظامي تبديليون ڪيون هيون، جنهن موجب هن دهليل تي حنظله پٽ ڪلابي ۽ راوڙ تي نبويه پٽ ڏاران کي مقرر ڪيو. چچنامي وارو لکي ٿو ته، ”نوبه بن دارس کي راوڙ جي قلعي تي مقرر ڪيائين ۽ ٻئي هنڌ لکي ٿو ته ”حنظله پٽ ڪلابيءَ کي دهليله جو حاڪم ڪيائين.“

اُن ڪانسواءِ مولائي شيدائي، سيد ابو ظفر ندوي ۽ ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائيءَ دهليل جي حاڪم جو نالو نبويه پٽ ڏاران ڄاڻايو آهي، جڏهن ته چچنامي وارو اهو نالو نوبة بن هارون ۽ نوبة بن دارس لکي ٿو.

جنگين بابت اها ڳالهه چٽي ٿئي ٿي ته هن علائقي جي امن واري ڌرتيءَ کي ڌارين حملي آورن لوڀ ۽ لالچ جي انڌ ۾ پنهنجي گهوڙن جي سُنبن سان لتاڙيو آهي. هتان جي امن پسند ماڻهن کي مهينن جا مهينا گهيري ۾ رکيو ويو آهي ۽ هن قديم قلعي، ڌرتيءَ جاون کي پناهه ڏيڻ جي ڏوهه ۾ پنهنجي سيني تي منجنيقن جا گهاءَ سنا آهن. مطلب ته هن قلعي وارو علائقو جنگ جو ميدان رهيو آهي. چچ نامي وارو لکي ٿو ته، ”اٽڪل ٻن مهينن تائين قلعي جو گهيرو رهيو. نيٺ قلعي وارن تنگ ٿي ڪفن پهري، خوشبوءِ مکي قلعي جي ان دروازي وٽ ٻارن ٻچن کي موڪليو، جنهن جو رخ ريگستان طرف هو.“

چچنامي جو مصنف ٻئي هنڌ لکي ٿو ته، ”جڏهن راوڙ ۽ بهرور جي فتح ٿيڻ جي خبر دهليله ۾ پهتي تڏهن ڄاڻائون ته، ”محمد بن قاسم وٽ ڪافي ساز و سامان آهي، اسان کي ڪانئس بيپرواهه نه ٿيڻ گهرجي، سو واپاري هندستان هليا ويا ۽ جنگي جوڌا پنهنجي ملڪ جي بچاءَ لاءِ ڪڙا ٿيا.“

رحيمداد خان مولائي شيدائي وڌيڪ چٽائيءَ سان احوال ڏيندي لکي ٿو ته، ”الور ۽ برهمڻ آباد جي وچ ۾ دهليل جي قلعي جي حاڪم نبويه پٽ ڏاران وٽ سورهن هزار لشڪر سان هو ۽ هو محمد بن قاسم سان بهادريءَ سان وڙهيو ۽ آخر ۾ شڪست کاڌائين.“

مٿين حوالن مان ثابت ٿئي ٿو ته هن قلعي جو ٻن مهينن تائين گهيرو رهيو ۽ قلعي وارا کاڌ خوراڪ جي کوٽ ۽ ٻي ڪنهن مدد نه پهچڻ ڪري تنگ ٿي ڪفن پهري، خوشبوءِ مکي سرڌڙي سرهي ٿيڻ لاءِ قلعي کان ٻاهر نڪتا ۽ سر جو سانگو لاهي عرب فوجن سان وڙهيا، پر جيئن ته گهيرو ڪندڙ عرب فوج تيار هئي ۽ کين کاڌي پيتي جو ڪو به مسئلو ڪونه هو ان ڪري اها قلعي وارن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ تازي تواني هئي. نتيجي طور باوجود دليريءَ سان مقابلي ڪرڻ جي، قلعي جي فوج کي سوڀ نصيب نه ٿي.

هي قلعو سوا نوَ ايڪڙن ۾ پکڙيل آهي. ميان قائم الدين خاصخيلي پنهنجي مضمون ۾ هن قلعي جي ايراضي اٺ ايڪڙ ڄاڻائي آهي. ميان قائم الدين جي راءِ حقيقت کي وڌيڪ ويجهي آهي، ڇاڪاڻ ته هن قلعي سان سندس پراڻي وابستگي رهي آهي. هن قلعي جي تعمير ۾ ڇيڪي مٽي ڪتب آندي وئي آهي. قلعي جي پرسان اڏائي ايڪڙن تي مشتمل هڪ وڏي قديم ڪڏ پڻ موجود آهي، جيڪا هن وقت ڍنڍ جي صورت ۾ قائم آهي. عام خيال آهي ته هن ڪوٽ جي اڏاوت لاءِ مٽي ان ڪڏ مان کنئي وئي هوندي. ائين به ٿي سگهي ٿو ته اها ڪڏ ٽالپرن جي دؤر ۾ هن قلعي جي مرمت لاءِ ڪنيل مٽيءَ جي ڪري ٿي آهي، ڇاڪاڻ ته هن ڪوٽ جي اڏاوت هن اڏائي ايڪڙن جي ڪڏ جي مٽيءَ مان نٿي ٿي سگهي. هن قلعي جي پٽين ۾ ڪچڙ جو ڪاٺ استعمال ڪيو ويو آهي. هن قلعي جون پٽيون ايتريون ته ويڪريون آهن. جو هڪ ئي وقت اُن تي ٻه جيپون گڏي هلي سگهن ٿيون. هن قلعي جي پيڙهه ارڙهن فوٽ ۽ مٿين پٽ ڏهه فوٽ ڪن ٿيندي. هڪ پٽ کان ڏهاڪو ڪن فوٽ وٿيري ٻي پٽ آهي، جن کي مٽيءَ ۽ ڪچڙ جي ڪاٺ جو پراءُ ڏئي مضبوط ڪيو ويو آهي. مين گيٽ کان هڪ اسٽريٽ لائين آهي، جيڪا قلعي جي اندرين ايراضيءَ کي ٻن حصن ۾ ورهائي ٿي. ان سڌيءَ پٽ تي هن وقت هن قلعي جي مالڪ ملاح گهراڻي جا گهر آهن.

ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائي چواڻيءَ ته ”ٽالپرن جي دؤر ۾ هن قلعي جي فوجي اهميت سبب مير نور محمد خان ٽالپر (1249هه/ 1833ع-1256هه/ 1840ع) هن قلعي جي نئين سر مرمت ڪرائي هئي.“

مٿئين بيان مان واضح ٿئي ٿو ته هيءُ قلعو 1840ع تائين فوجي مقصدن لاءِ استعمال هيٺ رهيو آهي، جيڪو ايتري پراڻي دؤر جو ڪونهي، هن قلعي ۾ ڪنهن عمارت يا اڏاوت جا اهڃاڻ ملڻ ڪپن، پر هن وقت قلعي جي اندر ڪنهن به قديم اڏاوت جا آثار موجود نه آهن.

هيءُ قلعو هن وقت ملاح گهراڻي جي زميندارن جي ملڪيت آهي، جيڪو سن 1951ع ۾ ميان محمد عثمان ملاح سرڪار کان مله تي خريد ڪيو هو. هن گهراڻي ۾ ميان ڏٽي بخش ملاح ۽ محمد صديق ملاح راڄائتا ۽ چڱا مڙس ٿي گذريا آهن. ميان ڏٽي بخش ملاح زميندار هئڻ سان گڏوگڏ وڏو سگهڙ، شاعر ۽ علم دوست انسان هو. هن وقت ٻئي بزرگ وفات ڪري چڪا آهن ۽ هيءُ قلعو سندن پونيرن ممتاز احمد ملاح ۽ سليم ملاح جي ملڪيت آهي. ممتاز احمد ملاح هڪ ملاقات ۾ ٻڌايو ته مرهيات ڏٽي بخش آڳاٽو هن قلعي اندر هڪ کوهه کوٽايو هو، جنهن مان چند چانديءَ جا سڪا هٿ آيا هئا. اهي سڪا ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کي ڏنا ويا هئا، جنهن ٻڌايو ته هي سڪا نادر شاهه افشار جي دؤر (1152هه) جا آهن.

غلام حسين جوڻي پنهنجي هڪ مضمون ۾ مغل دؤر ۾ هڪ سؤ هوسڙن ملاحن کي ڦاهي ڏيڻ جو واقعو هن قلعي سان منسوب ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جيڪا تاريخي غلطي آهي. مٿيون اهم تاريخي واقعي سان هوسڙن ملاحن جي هڪ سؤ جوانن جي گڏيل ڦاهيءَ وارو واقعو مغل دؤر ۾ سيوهڻ جي صوبيدار شمشير بيگ (1019هه/ 1032ع) جي زماني جو آهي، جنهن ۾ سميجن جي مدد جي الزام ۾ 100 هوسڙن ملاحن کي درياهه جي پير ۾ لاڪاٽ ڳوٺ وٽ ڦاهي ڏني وئي هئي.

هي تاريخي قلعو پنهنجي سيني ۾ سنڌ جي تاريخ جون صدين جون حقيقتون لڪائي، اسان جي بي حسي ۽ بي ڌيانيءَ تي ڳوڙها ڳاڙي تباهه ٿي رهيو آهي. هن قلعي سان سنڌ جي تاريخ جو اهم دؤر لاڳاپيل آهي، جيڪو تحقيق طلب آهي.

(حوالو: محمد صديق منگيو، عوامي آواز، 21-22 جون 1991ع)

**دليل ڪوٽ جي بناوتي اهميت:** دليل ڪوٽ يا دهليل ڪوٽ "17 °68 اوير ڊگهائي ڦاڪ ۽ "10 °26 اترويڪرائي ڦاڪ تي، سڪرنڊ شهر کان ٽن ميلن جي مفاصلي تي نوابشاهه ويندڙ رستي تي موجود آهي. هي ڪوٽ گول اڏاوت جو نمونو آهي، جنهن ۾ ٿوري ٿوري فاصلي تي ٻاهرين برج تعمير ٿيل آهن. هي ڪوٽ سج جي علامت طور ٺهيل آهي. گول ان جي نشاندهي ڪن ٿا.

دليل ڪوٽ ۾ ڪتب آندل محرابن کي آرڪيٽيڪچر جي قديم ۽ مروج محرابن سان ڀيٽجي ٿو ته دليل ڪوٽ جا محراب قديم تاڪ محرابن سان ٿورا گهڻا ملن ٿا. تاريخي بيانن موجب هي ڪوٽ دفاعي خيال سان ٺاهيو ويو هو. هي گول قلعو سنڌ جي تختگاهه الور ۽ برهمڻ آباد جي بچاءَ لاءِ مضبوط چوڪي هئي.

دليل ڪوٽ جي شڪل عجب جي حد تائين گول آهي، ڪنهن وڏي ماهران جو تعميراتي ڪم ڪيو آهي. برج اهڙي نموني بيهاريل آهن، جو انهن جي وچ واري وٿيءَ ۾ هڪ فوٽ جو فرق به نه آهي. دليل ڪوٽ کي ٻاهرين برجن ۽ ٻاهرين ديوارن ۾ ورهايو ويو آهي. سڄي ڪوٽ جو گهيرو 2468 فوٽ ٿئي ٿو. ڪوٽ کي ٻن ڦاڪن ۾ ورهائبو ته ان جو قطر 640 فوٽ ٿيندو. ڪوٽ جي هر حصي تي 30 ڊگرين جي ڪنڊ تي برج اڏيو ويو آهي. ڪوٽ جي مرڪز کان لنگهندڙ ۽ آمهون سامهون ديوارن اندر چيڙن کي ملائيندڙ قطر 640 فوٽ آهي. ان ۾ جيڪڏهن پٽ جي 20 فوٽ ٿولهه ملائبي ته ڪوٽ جو قطر 680 فوٽ ٿيندو. ڪوٽ سنڌي ميدان تي هئڻ ڪري ان جي اندرين ۽ ٻاهرين زميني سطح ذري گهٽ برابر آهي. البت اندرين سطح بعد ۾ ڪجهه پراءِ جي ڪري بلند لڳي ٿي. ڪوٽ جي چوڌاري ديوار، برج ۽ ڪنگريون به هڪ جيتريءَ بلنديءَ تي آهن.

ڪوٽ اندر ڪا به اوائلي اڏاوت نه ٿي ملي. سڀ موجوده دؤر جون آهن. صرف هڪ ڪوٽ جي ٻاهرين وڏي پٽ ۽ فصيل کان پوءِ اندر تيرهن فوٽ ويڪري هڪ گهٽي آهي، جنهن کان پوءِ اندر هڪ ٻئي ننڍي ڪوٽ جا آثار ملن ٿا. اندريون ڪوٽ به گولائيءَ ۾ آهي، ٻاهرين قلعبنديءَ وچ ۾ تيرهن فوٽن جو رستو ڇڏي هڪ ٻيو ڪوٽ اڏيو ويو آهي. ننڍو ڪوٽ شايد رهائش طور استعمال ٿيندو هوندو. جو ته ان ۾ ڪا به حفاظتي اڏاوت ۽ برج وغيره نه آهن. ان گول ڪوٽ جون ديوارون ماڻهوءَ جي قد جيتريون آهن. ڪوٽ جي ديوارن ۽ برجن ۾ ڪتب آندل مٽي چيڪي آهي.

ديوار جي مضبوطيءَ لاءِ استعمال ٿيل ڪهڙ جي ڪاٺ جي ٿولهه اڍائي ٽن انچن کان نون انچن تائين آهي. برج جو اندران گهيرو 55 يا 56 فوٽن جي درميان ملي ٿو.

دليل ڪوٽ جي شاهي دروازي جي بناوت به ٻين ڪوٽن وانگر وڪڙ تي آهي، جيئن ڪوٽ تي هڪ ئي وقت ڪو وڏو حملو نه ٿي سگهي. مکيه دروازي تي ٻه وڏا برج آهن. ٻنهي برجن جي وچ ۾ 23 فوٽن جو لنگهه ڇڏيل آهي. دروازي ۾ اندر گهڙڻ سان 22 فوٽ ڊگهي ڏيڍي اچي ٿي. ڏيڍيءَ ۾ ٻنهي پاسن کان سپاهين جي ويهڻ لاءِ محراب چوڪيون ٺهيل آهن. جن جي ڇت زمين کان 10 فوٽ آهي. دمدمو اوپر پاسي کان گولائيءَ واري پٽ سان بند آهي.

هن قلعي ۾ ڳجها در به آهن، جيڪي اتر، ڏکڻ ۽ اولهه طرف آهن. اهي ڳجها در جنگ جي دؤر ۾ سامان جي رسد لاءِ ڪم آندا ويندا هوندا. ڪوٽ جي هر برج ۾ به توپن جا ڪڙڪا آهن، جن جو ڪل تعداد 24 آهي. ڪڙڪن جي ويڪر 6 فوٽ، ٿولهه 4 فوٽ ۽ اوچائي 5.3 فوٽ آهي. ٻاهرين ديوار تي 1.8 فوٽ اڀيون بيٺل آهن، جن جي ويڪر 3.7 فوٽ آهي.

(حوالو: 'سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا' اشتياق انصاري، اختصار).

**دلي مانڊي (ديهه):** ضلعي حيدرآباد جي هڪ ديهه جو نالو، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

واڻڪي وسي، مريد لغاري، جام لغاري، صالح دل، واٽو، پسين جو ڳوٺ، حيات پٽي ۽ حاجي ساند.

**دلين جا سجدا (ڪتاب):** 'دلين جا سجدا' ڪتاب جو مرتب مشهور اديب ۽ محقق پروفيسر ڊاڪٽر الطاف 'اثيم' آهي. هن ڪتاب ۾ حضرت سچل سرمست کي منظوم نذرانه عقيدت پيش آهي. ڪتاب ۾ پروفيسر ڊاڪٽر نيلوفر شيخ جي پيغام ۽ مرتب جي پيش لفظ کان سواءِ اسلاميه يونيورسٽي، بهاولپور جي ڊاڪٽر جاويد چانڊيي جو مهاڳ، شامل آهي. هن ڪتاب ۾ راضي فقير درازي، شيخ اياز، مينگهي فقير شر، گهرام جتوئي، عبدالله فقير، تاج بلوچ، فتاح ملڪ، مقصود گل، هدايت بلوچ ۽ ٻين ڪيترن شاعرن پاران سچل سرمست کي منظوم خراج عقيدت پيش ڪيو ويو آهي. مرتب جا پنهنجا سچل سائينءَ جي عقيدت ۾ تاثرات به ڏنل آهن.




هي ڪتاب سچل چيئر، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور طرفان پيس ڪمپوزرس ڪراچيءَ مان 2008ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. ڪتاب جي قيمت 120 روپيا آهي.

**دلين ديپ جلايا** (ڪتاب): شڪارپور جي مشهور اديب ۽ ڊرامانگار شبير ’ناز‘ چنا جو لکيل هي ڊرامو، ڪتابي صورت ۾، سنڌي ڊراما پبليڪيشن، پنج پير، شڪارپور پاران، مئي 1973ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي. هي هن اداري جي پاڪيٽ سيريز جو ٻيو نمبر ڪتاب آهي، جنهن جو انتساب چنا شبير ناز انهن بي زبان ڇوڪرين جي نانءُ ڪيو آهي، جيڪي بيحس ۽ خود غرض والدين جي خوشين خاطر پنهنجون خوشيون پائمال ڪن ٿيون. هن ڊرامي جي ڪردارن ۾ محبوب علي (انسپيڪٽر انڪم ٽيڪس)، بانو (بيگم محبوب علي)، مجيب (محبوب عليءَ جو پٽ)، نجمه ۽ ساجده (محبوب عليءَ جون ڌيئرون). اهڙيءَ طرح محبوب عليءَ جي گهاٽي دوست فضل حسين ان جي بيگم ڪلثوم، پٽ طارق ڪمال ۽ نياڻين: ياسمين، نسرين سان گڏ بدمعاش گروهه جي ليڊر سعيد ۽ ان جو ساٿي جمشيد وغيره شامل آهن. هي ڊرامو سماجي مسئلن تي لکيل آهي. 127 صفحن تي مشتمل هن ڪتابڙي جي قيمت ڏيڍ روپيو آهي.




**دليءَ واري رسم**: هيءَ رسم ملاح برادريءَ جا ماڻهو شاديءَ واري ڏينهن ڪندا آهن. هن رسم موجب هڪ ڪوري دليءَ ۾ چانور وجهي، اُن کي سينگاري گهوٽ ۽ ڪنوار جي مٿان گهوريو ويندو آهي ۽ ان ڪان پوءِ دليءَ کي درياهه ۾ لوڙهيو ويندو آهي.

**دلي وڏي**: ضلعي حيدرآباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

موليڏنو مير بحر، مولا داد دل، الهه بچايو ماڇي، اسماعيل سمون، دوست محمد، مهاڻا ۽ الهه بچايو مير بحر.

**دم/ اُپ ساهي- ساهه جي بيماري** (Asthma): انگريزي اکر Asthma يوناني ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي لفظي معنيٰ آهي. ساهه کڻڻ ۾ ڏکيائي ٿيڻ (Hard Breathing) يا سهڪڻ (Panting). جڏهن مريض تي




هن بيماريءَ جو حملو ٿيندو (دورو پوندو) آهي ته ڦڦڙن ڏي هوا کڻي ويندڙ ۽ ڦڦڙن مان ٻاهر واپس ڪيندڙ ڦڦڙن جون ننڍڙيون ساهه نليون (Bronchies) بند ٿي وينديون آهن جنهن جي ڪري ساهه کڻڻ ۽ ساهه ڇڏڻ ۾ ڏکيائي ٿيندي آهي. ٿيندو ڇا آهي ته ڪيترن سببن جي ڪري ڦڦڙن جون رت نلڙيون (Blood Vessels) سُڄي پونديون آهن جن مان رت ۽ سَٽُ سيمو ڪري ڦڦڙن جي اوجن (Tissues) ۾ پرجي ويندو آهي، جنهنڪري ساهه (هوا) نليون (Bronchis) سُڄي پونديون آهن. ساهه نلين جي سڄڻ ڪري ڦڦڙن جون ننڍڙيون ساهه نليون سوڙهيون ٿي وينديون آهن، جن مان اڳتي هلي چنبڙندڙ گهاٽو ڳاڙهو ڳڙي ويتر ساهه نلين کي سوڙهو ڪري ڇڏيندو آهي. انهيءَ دوران ساهه نلين جي مشڪن جي ڪوئجڻ واري عمل جي ڪري گهٽي پاڳي ننڍڙيون ساهه نليون بند ٿي وينديون آهن. هوا جي (ساهه جي) نلين ۾ ڳاڙهي، گند ۽ سَٽُ پرجي وڃڻ ڪري نه رڳو ساهه نليون سوڙهيون ٿي وينديون آهن پر سُڄي به پونديون آهن. انهيءَ سڄي عمل سبب مريض کي ساهه کڻڻ ۽ ڇڏڻ ۾ تمام گهٽي ڏکيائي ۽ ساهه ۾ تنگي ٿي پوندي آهي. ان ڪري هڪ ته مريض کي کنگهه ٿيندي آهي، ڇو ته چنبڙندڙ گهاٽو ڳاڙهو وڏيڪ گهاٽو ٿي ساهه جي نلين ۾ بلغم ٺهي بيهندو آهي، جنهن کي ڪڍڻ لاءِ قدرتي طرح کنگهه ٿيندي آهي. ٻيو ته بلغم ۽ گهاٽي سَٽ، گند ۽ ڳاڙهي جي ڪري ساهه نليون بند ٿي وينديون آهن، جنهنڪري ساهه ۾ تنگي ۽ اُپ ساهي ٿيندي آهي. مريض جو هانبارو پيو لڳندو آهي، جنهن کي اسين دم (Asthma) چوندا آهيون. دم عمر جي ڪنهن به حصي ۾ ٿي سگهي ٿو پر ڏٺو ويو آهي ته گهڻائيءَ ۾ دم ٻاروتڻي ۾ ٿيندو آهي يا وري اڌ وهيءَ ۾ ٿيندو آهي. جوانيءَ وارو دم پيريءَ ۾ سلهه (ڦڦڙن جي سلهه) ٿي. ٻي ۾ بدلجي ويندو آهي. ٻاروتڻي ۾ ڇوڪرين جي مقابلي ۾ ڇوڪرن کي دم وڌيڪ ٿئي ٿو جڏهن ته اڌ وهيءَ ۾ ڇوڪرن جي مقابلي ۾ ڇوڪرين کي وڌيڪ ٿئي ٿو اسي سيڪڙو ٻارن ۾ دم جي بيماريءَ جي اوسر سنڌن عمر جي 5 سالن کان ئي شروع ٿئي ٿي. ويهه سيڪڙو ٻارن ۾ دم جي اوسر عمر جي ڪنهن به حصي ۾ ٿي سگهي ٿي. هيٺ ڪجهه اهڙين تڪليفن کي وائکو ڪجي ٿو، جيڪي تڪليفون ٻار ۾ جيڪڏهن سانده رهن، خاص ڪري ٻاروتڻي ۾ عمر جي 5 سالن کان اهي عام ٿيڻ لڳن ته مائٽن کي پنهنجي ٻار جي صحت تي ڌيان ڏيڻ گهرجي، ڇو ته اهڙيون علامتون اهي ٻار کي تڪڙو تڪڙو دم جي بيماريءَ ڏانهن وٺي وينديون آهن:

(1) ٻار جي کيڏڻ جي دل نه چوي.

(2) ٻار ٿوري کيڏڻ تي ٿڪجي پوي.

(3) ٻارُ ٿوري کيڏڻ تي سهڪي پوي، ڪيس اُپ ساهي ٿئي، هانبارو لڳي، جنهن ۾ تڪڙا تڪڙا پر ننڍا ننڍا ساهه کڻي.

(4) ٻار ٿوري کيڏڻ تي ڇاتيءَ ۾ سوڙهه (گهُٽ) محسوس ڪري.

(5) ٻار کي ٿوري به کيڏڻ تي کنگهه ٿئي، ڇاتيءَ ۾ ڪڙڪو ٿئي (ڪرڙاٽ ٿين) يا ڇاتيءَ مان سُوسٽن يا وري هلڪي سيٽيءَ جو آواز اچي.

(6) ٻار کنگهه ۽ سَهڪ جي خوف کان کيڏڻ اڌ ۾ ڇڏي ڏئي.

(7) عام حالتن ۾به کيڏڻ يا جسماني ڪم ڪرڻ کانسواءِ به ٻار جي ڇاتيءَ مان ساهه کڻڻ تي سوسٽن، سيٽيءَ يا ڪرڙاٽن جو آواز نڪري.

(8) ٻار کي سدائين کنگهه هجي، جنهن ۾ واڌارو گهم، ٿڌ، يا آڌي رات جو ٿئي. يا هميشه رات جو کنگهه ٿئي.

(9) ھار تي هميشہ لڏ حملو ڪري، جنھن جي نتيجي ۾ ھار ڪي سدائين زڪام ڪنگھ ۽ سھڪ رهي، ھاڙ لڏ سهي نہ سگهي.

(10) ھار ڪي عام دونهي، سگريٽ جي دونهي، دز، مٽيءَ، ڪپھ جي ذرن ۽ خوشبو جي ڪري الرجي ٿئي. جنھن سان ھار ڪي ڇڪون اچن، زڪام ٿئي، اکيون ڳاڙهيون ٿين، اکين ۾ خارش ٿئي، ڪنگھ ۽ سھڪ ٿئي.

**(الف) دم جا قسم (Types of Asthma):**

| | |
|---|---|
| (1) ساهه جي نلين وارو (عارضي) دم | Bronchial Asthma |
| (2) دائمي دم | Chronic Asthma |
| (3) دل جي تڪليف سبب ٿيندڙ دم | Cardiac Asthma |
| (4) اعصابي دم | Nervous Asthma |
| (5) خشڪ دم | Hay Asthma |
| (6) تر دم | Humid Asthma |
| (7) ڪرت وارو دم | Occupational Asthma |

مٿين قسمن جي دم مان ساهه جي نلين وارو دم Bronchial Asthma ۽ دائمي Chronic Asthma رڳو دل جي مريض يا دل جي مرض ۾ ٿيندو آهي. ائين ڪرت وارو Occupational Asthma گيس ڪمپنين، ڪارخانن ۾ ڪم ڪندڙ، آڏاٽن، اَٽي جي چڪين، سيمنٽ جي ڪارخانن، سڻن جي بڻن ۽ پٽرڪنٽڙ وارن مزدورن ۾ عام ٿيندو آهي.

هيٺ عام ٿيندڙ دم ساهه جي نلين واري دم (Bronchial Asthma) ۽ دائمي دم (Chronic Asthma) تي مختصر روشني وجهجي ٿي.

**(1) ساهه جي نلين وارو (عارضي) دم (Bronchial Asthma):** هن قسم جو دم عارضي هوندو آهي. جنھن جو زوردار حملو مريضن ۾ چند ڪلاڪن کان وٺي ٻن ٽن ڏينھن تائين تيستائين رهندو آهي، جيستائين ساهه وارين نلين مان بلغم نڪري وڃي ۽ بلغم نڪري وڃڻ ڪانپوءِ ساهه وارين نلين مان سور ۽ سوڄ (Inflammation) ختم ٿي وڃي. ڏٺو ويو آهي تہ هن قسم جي دم ٿيڻ جو باقي سبب مريض کي ڪنھن نہ ڪنھن شيءِ کان الرجي هوندو آهي.

**(2) بيماري (دم) ٿيڻ جا سبب Astrology:** عام طرح ميڊيڪل سائنس جي ڪجھ ڄاڻن جو خيال آهي تہ دم Asthma ٿيڻ جو بنيادي سبب الرجي آهي. ڪجھ ڄاڻن جو وري اهو خيال آهي تہ الرجي دم ٿيڻ جي ڪيترن سببن مان هڪ سبب آهي. دم ٿيڻ جي ٻين ڪارڻن تي روشني وجهڻ سان گڏ اهو ضروري سمجهجي ٿو تہ الرجيءَ جي باري ۾ بنيادي ڄاڻ حاصل ڪجي.

**الرجي (Allergy):** انساني جسم ۾ ڪو بہ اهڙو ابتو اثر جنھن جي ڪري انسان جي بچاءَ واري جوڙ جڪ (Body's Defence Machanism) کي نقصان پھچي، ان کي 'الرجي' چئجي ٿو يا ڪٿي ائين چئجي تہ ڪو بہ اهڙو سبب جنھن جي رد عمل جي نتيجي ۾ انسان جي بچاءَ واري نظام تي ابتو اثر پوي، ان کي الرجي چئجي ٿو. الرجيءَ جي ڪري انساني جسم تي بيماريءَ جون ڪوڙ علامتون ظاهر ٿين ٿيون، جيئن نڇون اچڻ، اکيون ڳاڙهيون ٿيڻ، اکيون سُڄي پوڻ، اکين مان پاڻي وهڻ، منھن تي آموس ٿي پوڻ، وات، زبان ۽ ڪاڪڙو سُڄي پوڻ ۽ انھن ۾ سور، ڪن حالتن ۾ جسم سُڄي پوڻ ۽ انھن ۾ سور ٿي پوڻ، مٿي ۾ سور ٿيڻ، چمڙيءَ تي ڳاڙها نشان (دڪ) ٿيڻ وغيره. تنھن کان سواءِ ڪنھن بہ سبب ڪري انسان جي بچاءَ واري نظام تي ڪو بہ مھلڪ اثر ٿئي تہ ان جي رد عمل جي نتيجي ۾ ٻيون بہ بيماريون (تڪليفون) ظاهر ٿينديون آهن. جيئن زڪام، ساهه ۾ تنگي، سيني ۾ سور، اُپ ساهي، دم ۽ ڪنگھ جھڙيون تڪليفون اچي وڃن ٿيون. انھن سيني تڪليفن جو نالو الرجي آهي. الرجيءَ جي ڪري ڪڏهن عام ۽ معمولي تڪليفون ٿينديون آهن تہ ڪڏهن وري مھلڪ تڪليفون تي پونديون آهن. تنھن کان سواءِ اهو لازمي ناهي تہ ڪنھن بہ ماڻهوءَ (مريض) ۾ مٿيون وڏيون يا عام تڪليفون هڪ ئي وقت ظاهر ٿين، پر انھن مان ڪا بہ هڪ يا ڪڏهن هڪ کان وڌيڪ تڪليفون گڏجي ظاهر ٿينديون آهن.

هيٺ الرجيءَ جي سببن سميت ٻيا بہ سبب ڄاڻائجن ٿا، جيڪي دم جا ڪارڻ بڻجن ٿا. اهو ضروري ناهي تہ هڪ ئي وقت اهي سيئي سبب گڏجن تڏهن ماڻهو کي دم ٿئي، پر انھن سيني سببن مان ڪو بہ هڪ سبب دم لاءِ ڪافي هوندو آهي. ٻين لفظن ۾ ماڻهوءَ کي جنھن بہ سبب کان حساس پڻو هوندو آهي اهوئي ماڻهوءَ کي دم ڪري وجهندو آهي.

**(I) هوا ۾ اڏامندڙ شيون:**

(1) وڻن، گلن ۽ گاهہ جو ٻج، وڻن جو ٻُور، وڻن جي پنن ۽ گاهہ جو سڪل ڄُورو. هن قسم جي الرجي، اسلام آباد جھڙي وڻڪار واري علائقي ۾ عام آهي. ان کي پولن الرجي بہ چون ٿا.

(2) هر ڪنھن قسم جي مال جو پاڻ.

(3) جانورن جي پشم، جانورن جا وار، گگ ۽ پيشاب (خاص ڪري ٻلي، ڪتي ۽ گهوڙن جي گگ ۽ پيشاب).

(4) ڪُنا ۽ ڪُئن جون قولڙيون ۽ وار. ڪاڪروچ، ڪاڪروچن جو گند ۽ پَر.

(5) ڪڪڙن ۽ ٻين پکين جون سُڪل وٺيون، وٺين ۾ موجود جيوڙا ۽ پکين جا کنڀ.

(6) چاڪ ۽ ڪاٺ جو ٻُورو.

(7) ڌوڙ، دز، مٽي، پٽين جو چارو ۽ ڪوريئڙي جو چارو.

(8) ڪنھن بہ قسم جو تازو يا پراڻو رنگ.

**(II) عام گهريلو واهپي واريون شيون:**

(1) ڪڻڪ، ڪڻڪ جو اٽو، ميدو ۽ ميدي مان ٺهندڙ بسڪوٽ، ڊبل روٽي، سوجي، چانور ۽ چانورن جو اٽو.

(2) چانهہ، ڪافي، خشڪ (سڪو ڏهي وارو) کير.

(3) ڳئون جو کير، ڳئون جو کير هر حال ۾ دم پيدا ڪندڙ بہ آهي، دم کي وڌائيندڙ بہ آهي ۽ دم جي مريض کي نقصان بہ ڏيندڙ آهي.

(4) خشڪ ۽ سڪل ميوو خاص ڪري ٻوهي مگ (مگيرا- مگ ڦري) پستا، بادامي، اکروٽ ۽ نيزا.

(5) ڏبي ۾ بند ٿيل کاڌا ۽ ڪولڊ ڊرنڪ خاص ڪري اهي جن ۾ سٽريٽ ۽ ڪاربان گيس هجي.

**(III) هنڌ ۽ وهاڻا:**

(1) ڪپھ جو رُون ڪپھ مان ٺهيل وهاڻو ۽ سَوڙ.

(2) اَڪ جي انبڙين جي ڪپھ مان ٺهيل وهاڻو (ياد رهي تہ اڪ جي انبڙين جي ڪپھ کي ريشمي ڪپھ چيو ويندو آهي.) تنھن کان سواءِ فوم مان ٺهيل وهاڻو.

(3) ريشمي سوڙيون ۽ انهن جو انگ

(4) ڪمبل ۽ ڪمبل مان نڪرندڙ ٻَجَ ۽ رون

**(IV) پائڻ وارو ڪپڙو:**

(1) نائلون، ٽيٽرون ۽ لينولين ۽ انهن مان ٺهندڙ ڪپڙو

(2) ريشمي ڪپڙو ۽ ان جو رنگ

**(V) دونهون:**

(1) سگريٽ، ڪائين، ڪوئلي ۽ گند ڪچري جو دونهون، ڪيميڪل جا دونها جهڙوڪ: سلفر ڊاءِ آڪسائيڊ، ڪاربانڊاءِ آڪسائيڊ ۽ خاص ڪري نائٽروجن آڪسائيڊ، ڪارخانن جي چمنين مان نڪرندڙ دونهون، خاص ڪري سيمينٽ جي ڪارخاني مان نڪرندڙ دونهون، جنهن ۾ ڏوڙ ۽ دز به گڏ هوندي آهي. ڪنڊ جي ڪارخانن مان نڪرندڙ دونهون، چوڙين جي ڪارخانن ۽ گلاس جي ڪارخانن مان نڪرندڙ دونهون وغيره.

(2) چمڙي جي بوءِ ۽ چمڙي صاف ڪرڻ ڪانپوءِ ان مان نڪرندڙ پاڻيءَ ۽ ڪيميڪل جي بوءِ وغيره.

(3) سامونڊي سڪل مڇيءَ جي بوءِ

(4) ڪاڍي جي بوءِ، خاص ڪري اهڙو ڪاڍو، جيڪو دم جي مريض يا عام ماڻهن کي نه وڻندو هجي، اهو گهر ۾ رڌ جي ته ان جي بوءِ ڪان الرجي ٿي پوندي آهي، ان جو اثر ٻارَ يا وڏي ماڻهوءَ تي ڀرپور ٿئي ته ان ڪري به دم ٿي پوندو آهي.

(5) رُوم اسپري (ڦوهارو)، مکين ۽ مڇرن مارڻ واري دوا جو ڦوهارو، جن دوائن ۾ ميلاٿن دوا گهڻو اثر ڪندي آهي، ان سان الرجي جلد ٿي پوندي آهي ۽ ان سان اهڙن ٻارن کي جلد دم ٿي پوندو آهي، جن جا ڦڦڙ ڪمزور هوندا آهن. يا جن ٻارن کي دائمي زڪام ۽ ڪنگهه رهندا هجن. ان ڪان سواءِ مڇرن مارڻ وارين ٽڪين، جليبين ۽ ڪوائل مان نڪرندڙ دونهون وغيره به الرجي ۽ دم جو ڪارڻ بڻبو آهي.

(6) پيٽرول، گاسليٽ ۽ ڊيزل جي بوءِ ۽ انهن مان نڪرندڙ دونهون. ان دونهي ۾ گهڻائي ڪاربانڊاءِ آڪسائيڊ ۽ نائيٽروجن آڪسائيڊ جي هوندي آهي. گاڏين مان جيڪو دونهون نڪرندو آهي انهيءَ ۾ به گهڻائي انهن ٻنهي زهريلين گيسن جي هوندي آهي، جن جي اثر ڪري نه رڳو دم ٿيندو آهي، پر ڪيترن ڪمزور ڦڦڙن وارن ماڻهن جو ساهه به گهٽبو آهي.

**(VI) خوشبو ۽ هار سينگار (ميڪ اپ) جو سامان:**

(1) عطر، صابڻ، ٽالڪم پائوڊر ۽ گلن جي خوشبو ڪان ڪيترن ماڻهن کي الرجي ٿئي ٿي جيڪا دم ٿيڻ جو ڪارڻ بڻجي ٿي.

(2) ميٿائل الڪوهل جيڪو الڪو هل پرفيوم ۽ باڊي اسپري ۽ يو ڊي ٽوائليٽ جي ناهڻ ۾ 60 سيڪڙو ڪان 90 سيڪڙي تائين ڪتب اچي ٿو اهو به الرجي ڪري ٿئي ٿو جنهنڪري دم ٿئي ٿو.

(3) اسٽرائيل الڪوهل، جيڪو ڪريم، ويزلين ۽ هار سينگار جي ڪريمن ۽ ميڪ اپ جي سامان، ماسڪ ۽ فيشيل جي بنيادي ڪيميائي مادن جي ناهڻ ۾ ڪتب اچي ٿو ان جي اثر ڪري به الرجي ٿئي ٿي، جيڪا دم ٿيڻ جو سبب بڻجي ٿي.

(4) گهرن جي پٽين جي رنگ (آئل پينٽ) جي خوشبوءِ جي ڪري به الرجي ٿئي ٿي، جيڪا الرجي دم جو سبب بڻجي ٿي.

**(VII) ڪاسميٽڪ جو سامان:** ڪاسميٽڪ جو اهڙو سامان، جنهن جي ٺاهڻ ۾ سٽرونيلا جو تيل (Citronella Oil) ڪتب اچي، جنهن ۾ تمام گهڻي تيز ڪتي خوشبو ٿئي ٿي، ان جي ڪري ڪيترن ٻارن (۽ وڏن ماڻهن) جو ساهه گهٽبو آهي ۽ الرجي ٿيندي آهي، جيڪي دم جا ڪارڻ بڻبا آهن.

ڪيترن يورپي ۽ دنيا جي ٻين ملڪن جديد تحقيق ڪري هن تيل مان جان ڇڏائڻ لاءِ ان جي جاءِ تي پنهنجي ڪاسميٽڪ جي سامان ۾ ايلويرا (ڪنوار ٻوٽي/ ايريال جي رس/ست) ڪتب آڻڻ شروع ڪئي آهي.

**(VIII) ڪرت ۽ ڌنڌو:**

(1) ڪپڙي ۽ ٽوال ٺاهڻ جي ڪارخانن، آڏاڻن ۽ قالين جي ڪارخانن ۾ ڪم ڪندڙ مزدورن ۽ ٻارن کي ڪپهه، ڪپڙي ۽ قالين جا ٻَجَ ۽ رون ساهه جي تڪليف ۽ دم ڪري وجهن ٿا.

(2) ڪپهه تاڻڻ جي ڪارخانن ۾ ڪم ڪندڙ ٻارن ۽ وڏن کي ڪپهه جي رون، ڏوڙ ۽ دز سان دم ٿي پوندو آهي.

(3) اٽي جي چڪين ۽ ملن ۾ ڪم ڪندڙ مزدورن جي ڦڦڙن ۾ اٽو گڏ ٿي وڃڻ ڪري، ڪنگهه، ساهه جي تڪليف ۽ دم ٿي پوندو آهي.

(4) ڪٽڪ ۽ سارين جي ڇڙهائيءَ وارين ڪرين ۾ ڪم ڪندڙ مزدورن (جن ۾ گهڻائي ٻارن ۽ عورتن جي هوندي آهي.) کي دم ٿيندو آهي.

(5) سرن جي ٻٺن ۾ ڪم ڪندڙن کي دز، مٽيءَ ۽ ٻٺي جي چمنين مان نڪرندڙ زهريلي دونهي جي ڪري دم ٿئي ٿو.

(6) پٿر ڪٽڻ وارن مزدورن، پٿر ۽ روڙي پيهندڙ مشينن ۾ ڪم ڪندڙ مزدورن کي پٿرن جي سنهي دز ڦڦڙن ۾ وڃي سهڪ ۽ دم ڪري وجهندي آهي.

(7) سيمنٽ جي ڪارخانن ۾ ڪم ڪندڙ مزدورن کي سيمنٽ جي دز، چوني ۽ دونهين جي ڪري دم ٿئي ٿو.

(8) ڪيميڪل ٺاهڻ وارن ڪارخانن ۾ ڪم ڪندڙ مزدورن کي دم ٿئي ٿو جن ڪيميڪلس ۾ نائيٽرڪ ايسڊ، ايسيٽڪ ايسڊ، اسائيڪل الڪوهل ايٿائيل الڪوهل، اسٽرائيل الڪوهل، سيٽوس الڪوهل ۽ مختلف ٽيچر ۽ اسپرٽ وغيره اچي وڃن ٿا.

(9) گيس فيڪٽرين ۾ ڪم ڪندڙن کي فيڪٽرين جي چمنين مان نڪرندڙ ڪاربانڊاءِ آڪسائيڊ ۽ خاص ڪري نائيٽروجن آڪسائيڊ دم ڪري وجهندي آهي.

(10) ڪچي ڪپڙي ۽ قالينن کي رنگڻ وارن رنگن ۾ موجود ڪيميڪل پڻ دم جو ڪارڻ بڻجن ٿا.

(11) چوڙين ۽ گلاس جي فيڪٽرين ۾ ڪم ڪندڙ مزدورن کي شيشي جي چوري دز سيني ۽ ڦڦڙن ۾ وڃڻ سبب اُپ ساهي، دم ۽ سلهه ٿي پوندي آهي.

(12) اهڙا ڪارخانا جن ۾ مزدورن جو سنئون سڌو ڪم باهه جي ٻنيءَ سان هجي ته اهڙن مزدورن کي ٿيندڙ دم کي سُڪو دم چيو ويندو آهي.

پاڪستان ۾ غربت جي ڪري ننڍن توڙي وڏن ڪارخانن ۾ ننڍا ٻار وڏن ماڻهن وانگي مزدوري ڪن ٿا. نتيجي طور ٻارن جي گهڻائي سيني جي بيمارين ۾ ورتجي ويندي آهي.

(IX) رهڻي ڪهڻي:

(1) غربت ۽ تنگدستيءَ ۾ ورتل مائٽن جا ٻار، جن جي انگ تي پورو ڪپڙو به نه هوندو آهي. سرديءَ جي موسم ۾ ڇاتي نه ڍڪڻ ڪري سيني جي بيمارين ۾ وٺجي ويندا آهن. جن ۾ ڪنگهه، سهڪ، اُپ ساهي، دمر ۽ نمونيا اچي وڃن ٿا.

(2) سوڙهن، گندگيءَ وارن علائقن ۽ بند ڪمرن ۾ رهڻ وارن ماڻهن جي ٻارن کي ساهه جون بيماريون ٿينديون آهن. جن ۾ دمر بيماري اهم آهي.

(3) گهر جي قالينن جي رنگ، مٽي، دز ۽ ننڍڙا جيوڙا ٻار جي ساهه جي ناليءَ ۾ وڃي الرجي ڪري وجهندا آهن، نتيجي طور کين دمر ٿيندو آهي.

(X) موسم:

(1) خشڪ سرد موسم، گهميل موسم ۽ اُتر جي هوا جي ڪري ساهه جون نالِيون خشڪ ٿي وڃن ٿيون ۽ انهن ۾ سُٽَ پرجي ويندو آهي، جيڪو دمر جو سبب بڻبو آهي.

(2) وڏن ٻارن کي سرد هوا ۾ ڪثرت ڪرڻ، يا راند ڪيڏڻ ڪري دمر ٿي پوندو آهي.

(3) ٿڌي موسم ۾ ڇاتيءَ کي گرم ڪپڙو نه اوڍڻ ڪري دمر ٿي پوندو آهي.

(XI) بيماريون:

(1) هميشه دائمي زڪام ۽ ڪنگهه ۾ ورڪوڙيل ٻار.

(2) جن ماڻهن جي نڪ جي هڏي وڏيل، يا ٽيڏي هجي يا وري نڪ تي سوڙهه/ ٻوست جي بيماري ۽ نڪ جي نالين جي سوڄ جي بيماري هجي، اهي سڀئي نڪ جون بيماريون دمر ٿيڻ جا بنيادي سبب آهن.

(3) رت جي گهٽتائي (Anaemia)،

(4) ڪنگيءَ جي بيماري (Marasmus) ورتل ٻار،

(5) نمونيا ڪانپوءِ ڪيترن ٻارن کي يا ته دمر ٿيندو آهي يا وري وڏي ڪنگهه/ ڪرٽيو (Whooping Cough) ٿيندو آهي.

(6) چمڙي جي ڪيترين بيمارين (خاص ڪري چمڙيءَ جي داڻن (Eruption) جي دٻجي وڃڻ ڪري به دمر ٿي پوندو آهي. جيڪڏهن دمر جو علاج ڪبو آهي ته دمر ته ڇڏي ويندو آهي پر ڏڌ ظاهر ٿي پوندي آهي ائين جيڪڏهن ڏڌ جو علاج ڪبو آهي ته دمر ظاهر ٿي پوندو آهي.

(7) چمڙيءَ جي بيماري/ سورياسز (Psoriasis) جي ڪري به گهڻن ماڻهن کي دمر ٿيندو آهي.

(8) چيڙاڪ ۽ ٻالهه ٻالهه تي ڪاوڙجندڙ ماڻهن کي دمر به ٿيندو آهي.

(XII) موروثي سبب: دمر جي بيماري ۾ اهڙا ماڻهو وٺجي ويندا آهن، جن جي خاندان ۾ اڳئي دمر آهي يا سلهه جي بيماري موجود آهي.

(ب) بيماريءَ جون علامتون (Clinical Symptoms): دمر ٿيڻ جون هيٺيون علامتون، خاص ڪري ڇاتيءَ جي تڪليف واريون علامتون گهٽي ڀاڱي هر مريض ۾ ملنديون آهن، باقي ٻيون علامتون گڏ وچڙ دمر جي مريضن ۾ ملنديون آهن. انهي لاءِ لازمي آهي ته سڀ ڪان پهريائين ڇاتيءَ جي تڪليفن وارين علامتن تي ڌيان ڏيڻ گهرجي. جملي علامتن جي زور ائتي نموني ظاهر ٿيڻ جو دارومدار بيماريءَ سان مهاڏو اٽڪائڻ واري قدرتي سگهه ۽ جسم جي بچاءَ واري جوڙ جڪ (Body Defence Machanism) جي مضبوطيءَ تي هوندو آهي.

ڇاتيءَ جي تڪليفن جون علامتون:

(1) دمر ٿيڻ کان اڳ ۾ مريضن کي ڇاتيءَ ۾ سوڙهه (گهٽ) ٿيندي آهي ڪيترن مريضن کي سيني تي وزن ۽ دٻاءُ پوندو آهي.

(2) ڇاتيءَ ۾ سوڙهه (گُهٽَ) ٿيڻ کان ڪجهه دير پوءِ مريض کي ساهه ۾ تنگي (Dyspnoea) ٿيندي آهي.

(3) جڏهن مريض کي ساهه ۾ تنگي يا ساهه ڪڍڻ ۾ ڏکيائي ٿيندي آهي ته انهن کي ساهه چڙهڻ ۾ به ڏکيائي ٿيندي آهي. کين اڪثر ساهه ڪڍڻ جي پيٽ ۾ ساهه چڙهڻ ۾ وڌيڪ ڏکيائي ٿيندي آهي. ڪيترن مريضن کي ساهه ڪڍڻ ۽ چڙهڻ ۾ هڪ جيتري ڏکيائي ٿيندي آهي.

(4) مريض کي جڏهن ساهه ۾ تنگي وڌي ويندي آهي ته مريض ٽڪڙا ٽڪڙا ساهه کڻندو آهي ۽ کيس اُپَ ساهي تي پوندي آهي.

(5) مريض کي سهڪو (Wheezing) تمام گهڻو هوندو آهي، جنهن سان گڏ ڇاتيءَ ۾ ڪرڙاٽ ۽ ڇاتيءَ مان ننڍڙا آواز ايندا آهن، جيڪي ساهه جي نلين ۾ ڦاٿل بلغم جا هوندا آهن.

(6) شروع ۾ ته مريض کي خشڪ ڪنگهه ٿيندي آهي، جيڪا هر هر ٿيندي آهي، جنهنڪري مريض کي ساهه ۾ تنگي وڌي ويندي آهي. ڪيترا مريض ڪنگهڻ وقت نڙيءَ ۾ هٿ وجهي ڪنگهندا آهن. جنهن جو مطلب ساهه واري وڏي نالي (Trachea) تي بيماريءَ جو زور هوندو آهي. جنهن ساهه واري ناليءَ ۾ سوڄ به هوندي آهي ان ۾ بلغم ڦاٿل هوندو آهي. ڪيترا مريض وري ڇاتيءَ تي هٿ رکي ڪنگهندا آهن جنهن جو مطلب اهو آهي ته بيماريءَ جو زور ڇاتيءَ ۽ ڦڦڙن ۽ ساهه وارين نالين (Bronchies) تي آهي، جن ۾ سوڄ ۽ بلغم ڦاٿل آهي.

عارضي دمر ۾ (ساهه جي نلين واري عارضي دمر ۾) مريض کي دمر تيستائين جاري هوندو آهي، جيستائين مريض جي سيني، ڦڦڙن ۽ ساهه جي نالين (Bronchies) ۾ بلغم هوندو آهي. بلغم نڪري وڃڻ کان پوءِ دمر ڇڏي ويندو آهي. هن قسم جي دمر ۾ بلغم نڪرڻ ۾ ٽن چئن ڪلاڪن کان وٺي چار پنج ڏينهن لڳي ويندا آهن پر دائمي دمر جي بيماريءَ ۾ بلغم نڪرڻ کان پوءِ به دمر جي بيماري (تڪليف) وقتي طور مائي ٿيندي آهي، ڇو ته دائمي دمر ۾ مريض جي ڇاتي سدائين بلغم سان ڀريل هوندي آهي.

(II) نڪ جي تڪليفن جون علامتون:

(1) نڪ مان (سادو يا خارش ڪندڙ) پاڻي وهندو آهي.

(2) نڪ تي ٻوسٽ هوندو آهي، يا نڪ جون ناسون بند (Snuffles) ٿي وينديون آهن.

(3) نڪ جي ڪانچن (ڪڏن/سوراخن) ۾ سُور ۽ سوڄ (Sinusitis) ٿي پوندي آهي.) خاص ڪري دائمي دمر ۾ اهڙيون علامتون اڀرنديون آهن. جنهن ۾ نڪ تي ٻوسٽ، نڪ جون ناسون بند ٿيڻ ۽ نڪ جي ڪانچن ۾ سوڄ ۽ سور ٿيندو آهي، جنهنڪري نڙيءَ تي دائمي طرح ڳاڙهو ڪرندو رهندو آهي. PND (Post Nasal Drips) نڙيءَ جي ڳاڙي ڪري دمر جي تڪليف وڌي ويندي آهي.

**(III) چهرو:**

(1) چهري ۾ خاص ڪري منهن جي هڏن ۽ ڳلن (Cheeks) جي هڏن ۾ سور ٿيندو آهي.

(2) دمر جي ڀرپور حملي ۽ مهلڪ حالت ۾ ڪيترن مريضن جي چپن جي چوڌاري نيرا نشان پئجي ويندا آهن.

**(IV) اکيون:**

(1) اکيون ڳاڙهيون ٿي وينديون آهن. جن مان سادا يا خارش ڪندڙ ڳوڙها وهندا آهن.

(2) ڪيترن کي اکين ۾ خارش ٿيندي آهي.

(3) پريشانيءَ ۽ مهلڪ حالت ۾ دمر جي دوري (حملي) دوران اکيون سُسي ذرا ڏٺي وينديون آهن ۽ انهن جي چوڌاري ڪارا يا نيرا نشان پئجي ويندا آهن

**(V) نبض:**

(1) دمر دوران نبض جي رفتار وڌي ويندي آهي، جيڪا منٽ ۾ 120 ڌڪ هڻندي آهي، عام حالت 5 کان 15 سالن جي ٻار جي نبض 70 کان 110 ڌڪ في منٽ ۾ هڻندي آهي.

(2) بيماريءَ جي مهلڪ ۽ تشويش واري حالت ۾ وڌي مريض جي نبض 130 ۽ 140 جي وچ ۾ ڌڪ هڻندي آهي. (ساڳيو اندازو 5 کان 15 سالن جي ٻار جي نبض جي ڌڪ هڻڻ لاءِ آهي.)

**(VI) دمر جي تڪليف جو وڌي وڃڻ:** رات جي وڳڙي ۾ دمر جي تڪليف ۾ واڌارو ٿيندو آهي جنهن جو سبب رات جي مهل ايڊرينلين هارمون (Adrenaline Harmone) گهٽجي ويندا آهن، جنهنڪري ايڊرينلين غدود (Adrenaline Gland) رات جو هن قسم جا هارمون گهٽ خارج ڪندا آهن. ايڊرينلين هارمون گهٽ خارج ٿيڻ ڪري ڦڦڙن جي ساهه وارين نلين (Bronchies) جون مشڪون ڍريون ٿي وينديون آهن. تنهنڪري پنهنجو ڪم درست نه ڪري سگهنديون آهن ۽ دمر جي تڪليف وڌي ويندي آهي.

تنهن ڪانسواءِ ايڊرينلين غدود (Adrenaline Glomd) مان هڪ ٻيو ڪيميائي مادو ڪارٽيڪو سٽرائيڊ (Coticosteroids) نڪرڻ گهٽ ٿي ويندو آهي. جنهن جي ڪري ساهه وارين نلين ۾ سور ۽ سوڄ (Inflamation) وارو عمل وڌي ويندو آهي. جنهن جي نتيجي ۾ دمر جي تڪليف ۾ واڌارو ٿيندو آهي.

**(VII) ايوسينوفل (EOSINOPHIL):** دمر جي دوري دوران رت جي اڇن جزن (WBC) ۾ ايوسينوفل ليڪوسائيٽس (Eosinophil Leucocytes) وڌي ويندا آهن جيڪي رت جي اڇن جزن ۾ في ڪيوبڪ ملي ميٽر ايمر. ايمر. سي. يو 500 کان 1500 تائين وڌي ويندا آهن.

**(پ) ڳڻتيءَ وارين علامتون (MISERABLE SYMPTOMS):**

(1) دمر جي دوري (حملي) دوران سڀ کان وڌيڪ ڳڻتي واري علامت اها آهي ته مريض جو منهن نيرو ٿي ويندو آهي، خاص ڪري وات جي چوڌاري وارو حصو چَپَ ۽ جيڀَ نيرا ٿي ويندا آهن. جنهن جو مطلب اهو آهي ته مريض جي رت کي (ڦڦڙن جي شريان ۽ ننڍين ساهه وارين نالين ۾ بلغم ڀرجي وڃڻ ڪري آڪسيجن نٿي ملي. ان ڪري اهي سيئي نيرا ٿي ويندا آهن. اها حالت لاڳيتي رهي ته مريض نازڪ ۽ مهلڪ حالت ۾ داخل ٿيندو آهي ان حالت کي خاموش ڇاتي واري حالت (Silent Chest) چئبو آهي. ان صورت ۾ ڇاتيءَ مان هر ڪنهن قسم جو آواز نڪرڻ بند ٿي ويندو آهي. دمر جي دوري دوران عام حالت ۾ ڇاتيءَ مان سهڪ (Wheezing) سميت هر ڪنهن قسم جو آواز (بلغم جي هجڻ جو ٻه) آسانيءَ سان ٻري کان ٻڌڻ ۾ ايندو آهي. خاموش ڇاتيءَ واريءَ حالت ۾ اسٽيٿو اسڪوپ (Stethoscopes) رکي مريض جي ڇڪاس ڪبي ته سهڪ سميت ڪو به آواز ٻڌڻ ۾ نه ايندو آهي. ان جو مطلب ته ساهه جون نليون بند هونديون آهن، ان ڪري نه ساهه اندر ڦڦڙن ۾ ويندو آهي نه وري ٻاهر نڪرندو آهي. ان ڪان سواءِ ڦڦڙن تائين ٻاهرين هوا نه پهچڻ ڪري رت کي آڪسيجن نه ملندي آهي. نتيجي طور مريض جو منهن نيرو ٿي ويندو آهي. هيءَ حالت ڳڻتيءَ جوڳي هوندي آهي. ان حالت ۾ مريض کي هر حالت ۾ اسپتال پهچائجي جيئن ڪيس هٽرادو آڪسيجن (Oxygen) ڏني وڃي ۽ سِنڊس ساهه وارين نلين مان بلغم ڪڍيو وڃي.

(2) ساهه ۾ تنگي ۽ اُپ ساهي اهڙي ٿيندي آهي جو مريض جو ساهه پيو نڪرندو آهي. وڏا (مريض) گهٽي ڀاڳي هٿ ڇاتيءَ تي رکي ساهه زور زور سان ڪڍندا آهن، ڪي اڳتي جهڪي پوءِ ساهه ڪڍندا آهن. عام ٻوڙها ڪٽ يا هنڌ تي ٻئي ٺونٺيون وهاڻي تي رکي اڳتي جهڪي وڏي وات ڦاڙي ساهه ڪڍندا ۽ ڇڏيندا آهن.

(3) مريض کي ڳالهائڻ ۾ تمام گهڻي ڏکيائي ٿيندي آهي.

(4) ڳڻتيءَ واريءَ حالت ۾ مريض جون ناسون (وڇڻي وانگي) جهلنديون آهن ۽ پاسراٽين جي وچ ۾ کڏ پئجي ويندي آهي.

(5) دمر جي حملي دوران مريض جي نبض (Pluse) جي رفتار تيز ٿي ويندي آهي ۽ منٽ ۾ 130 ۽ 140 جي وچ ۾ ڌڪ هڻندي آهي.

(6) وڏو ٻارَهنڌ يا ڪرسيءَ تان اُٿي نه سگهندو آهي.

(7) ساهه جي تنگيءَ ڪري ٻارَ هر هر پنهنجي نڙيءَ يا ڇاتيءَ کي جهلي ساهه ڪڍندو آهي.

(8) ننڍ پياڪ ٻارَ يا معصوم ٻار ساهه جي تنگيءَ جي ڪري سيٽجي شيخ ٿي ويندو آهي.

(9) ڪيترن ٻارن جو ساهه جي تڪليف جي ڪري پيشاب وهي ويندو آهي.

(10) ٻارَ دمر جي حملي (دوري) ڪان ڏڄي موڳوٽي ويندو آهي.

**(ب) دمر دوران احتياطي اُپاءَ (PREVENTIVE MEASURES DURING ATTACK):**

(1) دمر جي حملي (دوري) دوران مريض جي بدن جا سڀ ڪپڙا ڍرا ڪري ڇڏجن. ر

(2) جيڪڏهن مريض کي وٺي ته ڪيس وهاڻي جي ٽيڪ ڏئي اُٿاري ويهارجي، معصوم ٻار کي هنج ۾ اُبو ڪري ويهارجي.

(3) دمر جي تڪليف (حملي/دوري) دوران مريض جي مٿان خاموش رهجي ۽ زباني طرح تسلي ڏيندو رهجي.

(4) دمر جي دوري دوران مريض جي ڇاتيءَ تي يا ڪلهن تي هٿ نه رکجي متان ڪيس ساهه کڻڻ يا ڇڏڻ ۾ ڏکيائي ٿئي.

(5) دمر جي دوري دوران مريض پسند ڪري ته تازي هوا لاءِ گهر جون دريون کولي ڇڏجن.

(6) دم جي دوري دوران ٻارَ کي وڏ ۾ وڏ مٿيءَ ۾ دز کان بچائجي

(7) دم جي دوري دوران مريض کي تيز خوشبو سنگهائڻ، لڳائڻ کان پاسو ڪرائجي.

(8) دم جي دوري دوران مريض جي مٿان يا مريض جي ڪمري ۾ ڪنهن به حالت ۾ سگريٽ نه پيئجي.

(9) دم جي دوري دوران مريض جي ڪمري ۾ ڪنهن صورت ۾ روم اسپري نه ڪجي، مڇرن مارڻ لاءِ اسپري ڪجي، يا ڪوائل ٻار جي.

(10) دم جي دوري دوران مريض کي ڪنهن به صورت ۾ چڙيا ڪاوڙ نه ڏيارجي.

**(ٽ) دم ٿيڻ کان اڳوات احتياطي اُپاءَ (PREVENTIVE MEASURES):**

(1) ماءُ پيءُ تي اهو فرض ٿو ٿئي ته انهن سببن کان باخبر رهن، جيڪي ٻار جي دم ٿيڻ جا سبب بڻجن ٿا، ٻارُ سمجهدار هجي ته ٻار کي به اهڙن سببن کان باخبر رکن جيڪي ٻارَ جي دم ٿيڻ جا ڪارڻ بڻجن ٿا. جيڪڏهن ٻارُ پاڻ اڻ ڄاڻائي ۾ انهن سببن کان پاسو نه ڪري ته مائٽ ٻار کي انهن سببن کان پاسو ڪرائن.

(2) جيڪي ٻار دائمي دم جي ور چڙهيل هجن ۽ اسڪول وينديڙ هجن ته اهڙن ٻارن جي مائٽن کي کپي ته ڪلاس ٽيچر کي ٻار جي دم جي تڪليف کان واقف ڪن. جيئن ٻار کي اسڪول ۾ ڊرل (PT) ۽ ڪثرت يا راند نه ڪرائي وڃي.

(3) ٻار جي سائنس واري استاد کي به آگاهه ڪجي ته ٻار دم جو مريض آهي ڪيس گيسن جي تجربي خاص ڪري سلفر ڊاءِ آڪسائيڊ ۽ تيزابن جي بوءِ کان پري رکجي.

(4) دم جي مريض (خاص ڪري دائمي دم جي مريض) ۽ ٻارن کي ڳُتيل روڊن تي وڃڻ کان پاسو ڪرائجي جتي گاڏين، بسن ۽ موٽرن جي پيهه هجي، انهن مان نڪرندڙ دونهين ۾ ڪاربان ۽ نائيٽروجن گيسون هئي دم جي مريض لاءِ هرحال ۾ نقصانڪار آهن.

(5) عارضي توڙي دائمي دم جي مريض ٻارن کي جيڪڏهن ڪن ڪپڙن پائڻ، ڪپڙي جي رنگ، گهر ۾ وڇايل قالين يا ڪمبل اوڍڻ الرجي ٿئي ۽ دم ٿيڻ جو سبب بڻجي ته ٻار کي اهڙا ڪپڙا پائڻ نه ڏجن، نه وري ڪمبل مٿان اوڍرائجي ۽ گهر مان قالين ڪڍي ڇڏجي ۽ روز پوچو لڳرائجي.

(6) ٻار کي هر انهيءَ سبب، خاص ڪري ڪرت وارن سببن کان پاسو ڪرائجي جيڪي هرحال ۾ دم ٿيڻ جا ڪارڻ بڻجن ٿا.

(7) دائمي دم جي مريض ٻار کي سائيڪل هلائڻ نه ڏجي، جيڪا ڦڦڙن لاءِ هاڃو رسائيندڙ آهي.

(8) دائمي دم جي مريض ٻارَ کي موسم جي حساب سان تن تي ڪپڙو اوڍرائجي

(9) جيڪڏهن گهر ۾ ڪو به اهڙو ٻارُ آهي جنهن کي دم آهي ته ان جي ڪمري ۾ روم اسپري، مڇر مار اسپري نه هڻجي نه وري ڪوائل ٻارجي. مڇر گهٽا هجن ته مڇرداني ڪتب آڻجي.

(10) دم جو مريض ٻارُ جيڪڏهن سمجهدار هجي ته ان کي سمجهائجي ته ڪوشش ڪري نڪ مان ساهه کڻي.

**(ث) رکَ/ڪِري (PREVENTIVE DIET):**

(1) دم جي مريض (ٻارَ) کي ديگڙ جو پٽ، چانور، وڏو گوشت، سٽڦ، ترپل شيون ڏڙُرو، ڪناڻ ۽ ڪٽيون شيون نه کارائجن، ڏڌ نه پيارجي.

(2) ڳائو کير دم جي مريض کي دم جي دوران يا عام ڏينهن ۾ به نه پيارجي ڳائو کير دم کندو به آهي ۽ دم جي بيماريءَ کي وڌائيندو به آهي.

(3) ٿڃ پياڪ ٻارَ کي ٿڃ ڏيڻ گهرجي، انهيءَ ۾ ڪو به نقصان ڪونهي.

(4) خشڪ سُڪل ميوو، خاص ڪري مڱيرا (بوهي مڱ) نيزا، ڪاجا، اکروٽ ۽ بادام نه کارائجن.

(5) ڪولڊ ڊرنڪ، جنهن ۾ سٽريٽ ۽ ڪاربان گئس هجي ۽ برف جو ٿڌو پاڻي نه پيارجي.

**دم 2:** تعلقي ۽ ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هينيان ڳوٺ شامل آهن:

چڪ نمبر 5 ۽ چڪ نمبر 6.

**دم 3:** تعلقي سنجهوري، ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هينيان ڳوٺ شامل آهن:

سليمان چانگ، بچل وساڻ، چوڌري فرزند علي، آچر مري، پهرين دم ۽ قابل ابو پوٽو.

**دم 6:** تعلقي سنجهوري، ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هينيان ڳوٺ شامل آهن:

ايم اي لطيف ۽ تنبو پنيرو.

**دم 6 اي:** تعلقي سنجهوري، ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هينيان ڳوٺ شامل آهن:

پير بخش خان، محمد شفيق ۽ چوڌري سلطان احمد.

**دم 7:** تعلقي سنجهوري، ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هينيان ڳوٺ شامل آهن:

ڪنير ڳوٺ، شاهه سڪندرآباد، گل شيروساڻ ۽ ميواتي.

**دم 7 اي:** تعلقي سنجهورو، ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هينيان ڳوٺ شامل آهن:

نواب مگريو مير علي مري، حاجي غازي خان بروهي، جمعو جانوري ۽ محمد حيات مري.

**دم 9:** تعلقي سنجهورو، ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هينيان ڳوٺ شامل آهن:

محمد حيات مري، ٽيمون، در محمد مري، لال حسن سربوال، سليمان مري، لال بخش مري، بچو وساڻ.

**دم 11:** تعلقي سنجهوري، ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيليان ڳوٺ شامل آهن:

ڦوٽو خان پنيرو، گرنگ بنگلو مولا بخش انڙ ۽ محمد رحيم انڙ.

**دم 13:** تعلقي سنجهوري، ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ ڪو به ڳوٺ شامل نه آهي.

**دم 14:** تعلقي سنجهوري، ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ ساڏوٽي ۽ خان محمد جلالائي نالي به ڳوٺ آباد آهن.

**دم** 15: تعلقي سنجهوري، ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هڪ ڳوٺ محمد بخش ملوڪاڻي نالي شامل آهي.

**دم** 17: تعلقي سنجهوري، ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

لطف علي مري، حاجي غلام مصطفيٰ، فرزند علي ۽ نواب حيدر لغاري.

**دم** 18: تعلقي سنجهوري، ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هڪ ڳوٺ نواب محمد صديق نالي شامل آهي.

**دم** 19: تعلقي سنجهوري، ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هڪ ڳوٺ نواب فتح محمد نالي شامل آهي.

**دم** 21: تعلقي سنجهوري، ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهه. جنهن ۾ برڪت علي ۽ ڪنڊهڙ نالي ڳوٺ آباد آهن.

**دم** 23: تعلقي جام علي نواز، ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هڪ ڳوٺ الهداد شر نالي آباد آهي.

**دم** 24: تعلقي جام نواز علي، ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهه. جنهن ۾ قاضي غلام محمد نالي هڪ ڳوٺ آباد آهي.

**دم** 25: تعلقي جام نواز علي، ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محمد حيات جوڻيجو، حاجي غلام مصطفيٰ جوڻيجو.

**دم** 26: تعلقي جام نواز علي، ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهه. جنهن ۾ ڏيري ۽ نظر پنجابي ڳوٺ آباد آهن.

**دماغ/مغز**: دماغ انسان جي کوپڙيءَ واري ڪانجي ۾ اعصابي نظام جو مرڪز آهي. دماغ انسان (توڙي هرهڪ ساهواري) جي جسم جو بنيادي حاڪم مرڪز آهي، جنهن جي حڪم تي انسان ۽ هر ساهدار جي سمورن عضون جو ڪاروهنوار هلي ٿو. دماغ جي ڪار وهنوار هلائڻ لاءِ دماغ ۾ لاتعداد دماغ جا جيوگهرڙا (Brain Cells)، اوجا (Brain Tissues) تنتي سرشتو (Nerve System) ۽ تنتي سرشتي جا مرڪز Nucle موجود آهن. تنهن کان سواءِ رت جون شريانيون (Blood Artries) به موجود آهن. رت جي شريانين ذريعي دل ۽ دماغ کي هڪ منٽ ۾ 750 ملي لٽر (يعني سڄي جسم جو 15 سيڪڙو) رت، آڪسيجن ۽ گلوڪوس پهچائيندي رهندي آهي.

**دماغ جا حصا (Parts of Brain):**

(1) وڏو مغز (Cerebrum) (2) دماغ جي مغزي ڏوري (Brain Stem)

(3) ننڍو دماغ (مغز) (Cerebellum)

**(1) وڏو مغز (Cerebrum)**: وڏو مغز کوپڙيءَ (Cranium) جي اڳئين حصي کان وٺي مٿي جي وچئين حصي تائين پکڙيل آهي. وڏو دماغ هڪ اُڀي (ڊگهي) ڦاٽ (Cleft) (Longitudinal Fissure) آهي، جنهن کي چيو ويندو آهي، جنهنڪري اهو ٻن حصن (Hemispher) ۾ ورهايل آهي، هڪ ساڄو حصو، ٻيو کاٻو حصو. هي ٻئي حصا شروع ۾ مٿان اونهائيءَ تائين وڏي ڦاٽ Cleft جي ڪري هڪ ٻئي سان مليل ويندا آهن. دماغ جا هي ٻئي حصا وري ٻه ته Layers جوڙيندا آهن. هڪڙو مٿيون ته، جيڪو خاڪي رنگ (Grey Color) جي مادي وارو آهي ۽ وڏي دماغ جي تنتن جي اُٽن/ جيوگهرڙن (Nerve Cells) تي ٻڌل آهي. هي ته وڏي دماغ جو ٻاهريون ته/ پوش (Cerebrum Cortex) جوڙيندو آهي (يعني وڏي دماغ جو ٻاهريون ته/ پوش خاڪي رنگن جي مادي جو ٺهيل هوندو آهي ۽ وڏي دماغ جي تنتي اُٽن/ جيوگهرڙن تي ٻڌل هوندو آهي) ۽ ٻيو هيٺيون ته،



جيڪو اڇي رنگ (White Color) جي مادي وارو حصو آهي ۽ وڏي دماغ جي تنتن جي تاندورن (Nerve Fibres) تي ٻڌل آهي ۽ وڏي دماغ جي تري وارو ته (Corpus Callosum) جوڙيندو آهي. (يعني وڏي دماغ جو هيٺيون ته اڇي رنگ جي مادي جو ٺهيل هوندو آهي ۽ وڏي دماغ جي تنتي تاندورن تي ٻڌل هوندو آهي).

**(الف) وڏي مغز جا حصا (Parts of Cerebrum):**

(1) وڏي دماغ جا خانا (Lobes of Brain)

(2) وڏي دماغ جو ٻاهريون پوش / ته (Cerebral Cortex)

(3) خاڪي مادو (Basal Ganglia)

(4) ڳتيل ماس (Thalamus)

(5) تنتي اُٽن جو مرڪز (Hypothalamus)

**(1) وڏي دماغ جا خانا (Lobes of Brain)**: وڏي دماغ جا ٻئي اَڌا خانا (Hemisphere) تشريحي سبب جي ڪري چئن ننڍن خانن Lobes ۾ ورهايل آهن: (1) اڳياڙي وارو (نرواڙو) خانو، (2) لونڊڙيءَ وارو خانو (Temporal Lobe)، (3) لونڊڙي کان پاسيرڙو خانو (Parietal Lobe)، (4) ڪياڙيءَ وارو خانو (Lateral / Occipital Lobe). هنن سيني خانن کي وڏي دماغ جا اونها ڦاٽ (Sulcus / Sulci) هڪ ٻئي کان جدا ڪري بيهارين ٿا.

**(2) وڏي دماغ جو ٻاهريون پوش / ته (Cerebral Cortex)**: وڏي دماغ جو هيءُ ٻاهريون ته خاڪي مادي جي تنتي اُٽن/ جيوگهرڙن جي گهاٽن تهن تي ٻڌل هوندو آهي. هيءُ وڏي دماغ جي تنتي سرشتي جو مکيه مرڪزي حصو آهي. هي ته وري ڪيترن ننڍن وڏن تهن ۾ ورهايل آهي (جن مان مکيه حرڪي ته (Brocas Area) به آهي. هڪڙن حصن / هنڌن جو واسطو حرڪي تنتي سرشتي (Motor Nerve System) سان آهي. ته ٻين حصن/ هنڌن جو واسطو حساس (خابرو) تنتي سرشتي (Sensory Nerve System) سان آهي.

حرڪي تنتي سرشتي جو مرڪز وڏي دماغ جي اڳياڙيءَ/ نراڙي خاني جي اڳ واري حصي جي هڪ مرڪزي ڦاڪ (Central Sulcus) ۾ آهي. هن تنتي سرشتي جو بنيادي ڪم جسم جي سامهون وارن عضون جي چرپر (Viceversa Movement) کي ضابطي هيٺ رکڻ آهي، جو ته حرڪي تنتون دماغ کان هيٺ لهڻ وقت دماغ جي مغزي ڏوريءَ جي آخري حصي وٽ مستطيل مغز (Medulla Oblangata) وٽان دماغ کان ساڄي پاسي نڪرندڙ حرڪي تنتون کاٻي پاسي جي عضون ڏانهن مڙي وينديون آهن ۽ کاٻي پاسي کان نڪرندڙ حرڪي تنتون ساڄي پاسي جي عضون ڏي مُڙي ويندیون آهن. هن حرڪي تنتن جي جيوگهرڙن جي ڪري جسم جي هيٺين مٿين عضون جي ڪم جو رابطو هڪٻئي سان مليل هوندو آهي.

حرڪي تنتي سرشتي جو هڪ ٻيو حصو Brocas Area به وڏي دماغ جي پوش/ ته ۾ وڏي دماغ جي اڳياڙيءَ واري خاني، جتي حرڪي تنتي سرشتي جو مرڪز آهي، ان جي هيٺيان آهي. هي ڳالهائڻ جو مرڪز آهي. ساڄي هٿ سان ڪم ڪندڙ ماڻهن جو هي ڳالهائڻ وارو مرڪز وڏي دماغ جي اڳياڙي واري خاني جي کاٻي پاسي ٿئي ٿو ۽ کاٻي هٿ ساڻ ڪم ڪندڙ ماڻهن جو هي ڳالهائڻ وارو مرڪز وڏي دماغ جي اڳياڙيءَ واري خاني جي ساڄي پاسي ٿئي ٿو.




وڏي دماغ جو ٻيو وڏو خابرو (حِسي) تنتي سرشتو آهي. هن تنتي سرشتي جو مرڪزي هنڌ وڏي دماغ جي اڳياڙيءَ واري خاني جي مرڪز ڦاڪ (Central Sulcus) جي پويان آهي. هن خابرو تنتي سرشتي جي ڪري جسم جي سور جو احساس، جسم جو دٻاءُ، ڇهڻ ۽ عضون جي چرپر ۾ مڙڻ جو احساس وڏي دماغ تائين پهچي ٿو. خابرو (حسي) تنتون به حرڪي تنتن وانگر جسم جو احساس (پيغام) کڻي مٿي وڏي دماغ ۾ پنهنجي مرڪزي هنڌ تي پهچڻ لاءِ مستطيل دماغ وٽان منڌيڙي (X) جي شڪل ۾ وڏي دماغ ۾ تنتي سرشتي جي مرڪز ۾ پهچنديون آهن. ساڄي پاسي جي عضون جو ڪو به احساس (پيغام) خابرو تنتي سرشتي جي ڪري مٿي وڏي دماغ ڏانهن ويندو آهي ته مستطيل دماغ وٽان مُڙي وڏي دماغ جي کاٻي پاسي واري تنتي سرشتي جي مرڪزي هنڌ تي پهچندو آهي. اهڙيءَ طرح کاٻي پاسي جي عضون جو ڪو به احساس (پيغام) خابرو تنتي سرشتي جي ڪري مٿي وڏي دماغ ڏي ويندو آهي ته مستطيل دماغ وٽان مُڙي وڏي دماغ جي ساڄي پاسي واري تنتي سرشتي جي مرڪزي هنڌ تي پهچندو آهي. حِسي (خابرو) تنتي سرشتي جي اهڙي عمل کي Sensory Decussation چوندا آهن. تنهن کان سواءِ وڏي مغز جي خابرو (حسي) تنتي سرشتي جي مرڪز سان ٻيا به ڪيترا هيٺيان ننڍا وڏا مرڪز/ هنڌ لاڳاپيل آهن.

**(الف) ٻڌڻ وارو (سمعي) مرڪز / هنڌ (Auditory Area):** ٻڌڻ وارو هي مرڪز وڏي مغز جي لونڊڙيءَ واري Temporal Lobe ۾ ڪنن جي مٿان آهي، جنهن مرڪز ۾ آواز ٻڌو ۽ سڃاتو ويندو آهي. هي آواز ڪيپرائيءَ جي اٺين تنت (Auditoryor Acoustic Sensory Nerve) وسيلي هتي پهچندو آهي.

**(ب) ڏسڻ وارو (بصري) مرڪز / هنڌ (Visual Area):** هي هنڌ مرڪز وڏي مغز جي ڪياڙيءَ واري خاني (Occipital Lobe) ۾ آهي. هن مرڪز ۾ شڪل، پيشي ۽ تصوير جي سڃاڻپ ٿيندي آهي، جيڪو ڪم ڪيپرائيءَ (دماغ: Cranial) جي ٻي تنت (Optic Nerve) جي وسيلي ٿيندو آهي.

**(پ) سنگهڻ جو هنڌ (مرڪز) (Olfactory Area):** دماغ جي لونڊڙيءَ واري خاني (Temporal Lobe) ۾ اونهائيءَ ۾ هي سنگهڻ وارو مرڪز هوندو آهي، جتي ڪنهن به بوءِ ۽ سنگهڻ جو عمل ٿيندو آهي، جيڪو ڪيپرائيءَ (Cranial: دماغ) جي پهرئين تنت (Olfactory Nerve) جي وسيلي ٿيندو آهي.

**(3) خاڪي مادي جو ته (Basal Ganglia):** وڏي دماغ جي ٻنهي حصن (Hemisphere) جي هيٺيان هرهڪ پاسي خاڪي مادي جو ته هوندو آهي، جنهن کي Basal Ganglia چئبو آهي. هي ته وڏي دماغ جي ٻاهرئين ته/ پوسن (Cerebral Cortex) سان ۽ وڏي دماغ جي تنتن جي اڻن ۽ تنتن جي تاندورن سان نهيل هڪ ڳتيل ماس (ته) آهي، جيڪو Thalamus سان ڳنڍيل آهي. پاسيل گنگليا عضون ۾ رابطي لاءِ ڪيترن منارن جهڙا رستا ٺاهيندو آهي. جنهنڪري عضون جي هڪ ٻئي سان رابطو رهي ٿو. تنهنڪري عضون جي مختلف قسم جي چرپر تي ضابطو رهي ٿو. دماغ ۽ جسم جي عضون جو پڻ هڪٻئي ۾ رابطو (Co-ordination) رهي ٿو. انسان جي آواز، اشارن ۽ جسم جي خاص وس وارن مشڪن (Voluntary Muscles) تي پڻ هن ته جو ڀرپور اثر آهي، جڏهن هن ته جو اثر وس وارين مشڪن تي گهٽ ٿيندو آهي يا بلڪل ناهي ٿيندو ته ان جي نتيجي ۾ ماڻهوءَ کي جهٽڪن، سَنن ۽ ڏڪڻيءَ جي بيماري (Parkinson Disease) يا ڏڪڻيءَ وارو اڌ رنگ (Paralysis Agitans) ٿي پوندو آهي.

**(4) ڳتيل ماس ته (Thalamus):** ڳتيل تنتن جي اڻن ۽ تنتن جي تاندورن مان هي ماس هڪ ته جوڙيندو آهي، جيڪو وڏي دماغ جي ٻنهي اُپن خانن جي هيٺان هرهڪ پاسي وڏي دماغ جي هيٺين ته (Corpus Callosum) جي هيٺان ٿئي ٿو هن ته ۾ چمڙيءَ جي تڪليف يا چمڙيءَ جي ڪنهن ٻئي سلي ۽ خراب احساس جو رئيس عضون ۽ جسم جي خاص حواسن (Special Sense) جا خابرو (حساسي) احساس (پيغام) واسطيدار دماغ جي خانن ۽ خابرو تنتي مرڪزن تائين ورهائجي وڃن ٿا. ائين چئجي ته هن

تھ جو ڪم خابرو احساسن کي ورھائڻ ۽ واسطيدار دماغ جي خانن ۽ مرڪزن تائين پھچائڻ جو آھي.

**(5) تنتي اٽن جو مرڪز (Hypothalamus):** وڏي دماغ ۾ ھيءُ گھٽڻ قسمن جي تنتي اٽن (Nerve Cells) تي ٻڌل اٽن جو مرڪز آھي. ھي مرڪز ٿلامس (Thalamus) جي سامھون ۽ ھيٺيان ٿئي ٿو ۽ پچوٽڙي غدود (Pituitary Gland) جي مٿان ھوندو آھي. ھائپوٿلامس تنتي تاندورن (Nerve Fibres) جي ڪري پچوٽڙي غدود جي پوئين حصي سان ڳنڍيل ھوندو آھي، جڏھن تہ ھڪ ڪان بہ وڌيڪ رت جي رڳن (Blood Vessels) جي ڪري پچوٽڙي غدود جي اڳئين حصي سان جڙيل ھوندو آھي. تنھنڪري پچوٽڙي غدود جي اڳئين ۽ پوئين حصي مان نڪرندڙ سيني ھارمونن (جيڪي ڳاڻاٽي ۾ لڳ ڀڳ ڏھ ڪن آھن) جي پيدا ٿيڻ، نڪرڻ ۽ انھن ھارمونن جي فعل تائين ھائپو ٿلامس جو ضابطو ھوندو آھي. انھيءَ ڪان سواءِ انساني جسم ۾ خود بہ خود ھلندڙ تنتي سرشتو (Automatic Nervous System) ٻڪ، اڄ، جسم ۾ پاڻيٺ جو توازن برقرار رکڻ، جسم جو قدرتي گرميءَ جو پد برقرار رکڻ، جذباتي ورتاءُ، خوشي، ڏک، غم، ڪاوڙ، جنسي ورتاءُ ۽ ننڊ وغيره سڀ ھائپو ٿلامس جي فعل سبب ٿيندا رھندا آھن.

**(ب) وڏي دماغ جا فعل (Function of cerebrum):** وڏي مغز (دماغ) جي جملي فعلن، ان سان لاڳاپيل حصن ۽ تنتي مرڪزن ۽ سيني جي گڏيل فعل ڪري انسان جا نہ رڳو دماغي ۽ جسماني فعل، پر گھڻا سماجي فعل (جن ۾ ٻين سان ورتاءُ، لڳ لاڳاپا، سوچ، ويچار، فڪر، جبلتون، احساس، سڪڻ، سيکارڻ، اخلاقي ورتاءُ، ذھن، عقلمندي، خواھش، ٻولي، زبان، ڏک، سُک، خوشي، ڪاوڙ ۽ پيار اچي وڃن ٿا) سگھن ٿا. وڏي دماغ جي فعل ۽ ضابطي ھيٺ ئي ممڪن ٿي سگھن ٿا.

**(6) دماغ جي مغزي ڏوري (Brain Stem):** دماغ جي مغزي ڏوري ٽن حصن تي ٻڌل آھي.

(I) وچون دماغ (مغز: Mid Brain)

(II) اڄن تاندورن واري ٽيلھي (Ponsvarolli)

(III) مستطيل دماغ (مغز) (Madulla Oblangata)

**(I) وچون دماغ (مغز: Mid Brain):** وچون دماغ مغزي ڏوريءَ جو مٿيون حصو جوڙيندو آھي. ھي وڏي دماغ جي ھيٺان ۽ اڄن تاندورن واري ٽيلھيءَ جي مٿيرو سامھون ٿئي ٿو ھنھي جي وچ ۾ وڏي دماغ جي پُل (Cerebral Aqueduct) وارو ڪم ڏئي ٿو تہ ٽئين ۽ چوٿين دماغ جي شريانين کي ڳنڍي ٿو وچون دماغ تنتي مرڪز (Nuclei) ۽ تنتي تاندورن (Nerve Fibres) تي ٻڌل آھي. جيڪي ٻئي گڏجي وڏي دماغ کي سندس ھيٺئين حصي سان ڪرنگھي جي (تنتي) ڏوري (Spinal Cored) کي پاڻ ۾ ملائين ٿا.

**(I) وچين دماغ (مغز) جا فعل (Function of Mid Brain)**

(1) وچين دماغ جي مٿئين حصي (چوٽي: Roof) ۾ ڏسڻ (بصري)، عڪسي مرڪز، اکين جي چرپر ۽ ٻنھي اکين کي ھڪ ڪرو ڪري بيھارڻ جا مرڪز موجود آھن. ان ڪانسواءِ سمھي ٻڌڻ جا مرڪز پڻ موجود آھن.

(2) ھن دماغ (مغز) جي تري (Base) ۾ ٻن قسمن جا لنگھہ (Pathways) موجود آھن. ھڪ وڏو حرڪي تنتن جو لنگھہ، ٻيو خابرو (حسي) تنتن جو لنگھہ. حرڪي تنتون، حرڪي لنگھہ ڪان ھڪ ناليءَ جي ذريعي وچئين دماغ جي تري ڪان وڏي مغز جو پيغام (احساس) کڻي ھيٺ، اڄن تاندورن واري ٽيلھيءَ ۽ مستطيل دماغ ڪان ٿي ڪرنگھي جي ڏوريءَ ۾ داخل ٿينديون آھن. ساڳئي نموني خابرو (حسي) تنتون ڪرنگھي جي (تنتي) ڏوريءَ ڪان پيغام (احساس) کڻي مٿي پھريائين مستطيل دماغ ڪان ٿينديون، اڄن تاندورن واري ٽيلھيءَ ڪان پوءِ نالي ۽ خابرون لنگھہ ڪان ٿي وچئين دماغ تائين پھچن ٿيون، جتان وري اھو پيغام مٿي ڳتيل ماس واري تھ تائين ۽ آخر ۾ وڏي دماغ جي خابرون تنتي مرڪز (Sensory Cortex) تائين پھچي ٿو.

**(II) اڄن تاندورن واري ٽيلھي (Ponos Varolli):** ھيءَ ٽيلھي ننڍي دماغ (مغز: Cerebellum) جي سامھون، وچين دماغ ھيٺان ۽ مستطيل دماغ جي مٿان مغزي ڏوريءَ جو وچون حصو جوڙيندي آھي. ھيءَ ٽيلھي مغزي ڏوريءَ تي مٿان ڪُڪُڙ جي گُجيءَ وانگي اڇي رنگ جي مغزي ڏوريءَ تي اُڀريل ٽيلھي وانگر ٿيندي آھي. ھيءَ ٽيلھي اڇي رنگ جي مادي جي تاندورن جي ٺھيل ھوندي آھي. ھي ننڍي مغز جي ٻنھي حصن (Hemisphere) جي وچ ۾ پول وارو ڪم ڏيندي آھي. ھن ٽيلھيءَ ۾ پڻ وچين دماغ (مغز) وانگر تنتي تاندورن (Nerves Fibres) جي ھيٺ لھڻ ۽ مٿي چڙھڻ جا لنگھہ آھن. ھن ٽيلھيءَ ۾ ڪيترا اھڙي قسم جا تاندورا بہ آھن، جيڪي تاندورا ننڍي دماغ ڏي ھتان آڏو (Transversely) تي پھچندا آھن. تنھنڪري ھن قسمن جي تاندورن جي ڪري ننڍي دماغ جا ٻئي حصا ھڪ ٻئي سان مليل ھوندا آھن.

**(III) مستطيل دماغ (Medulla Oblangata):** ھي دماغ 2.5 سينٽي ميٽر (يعني ھڪ انچ) ڊگھو ٿئي ٿو ھي کيپرانٽيءَ جي ڪڏ جي پويان ڪياڙيءَ واري ھڏي جي خال ۾ ٿئي ٿو. مغزي ڏوريءَ جو ھيٺيون حصو جوڙي ٿو. ھن جي ھيٺان ئي ڪرنگھو شروع ٿئي ٿو. مستطيل دماغ جي ھيٺان انسان جي ڪرنگھي جو پھريون مُھرو (مٽڪو) شروع ٿئي ٿو. ھن جي مٿان مغزي ڏوريءَ تي اڄن تاندورن واري ٽيلھي (Pons Varolli) ٿئي ٿي. مستطيل دماغ ۾ ڪيترا مکيہ کيپرانٽيءَ جي تنتن (Cranial Nerves) جا ننڍا ننڍا مرڪز (Nuclei) ۽ ڪيترن قسمن جا خلئا/جيوگھرڙا پڻ موجود ھوندا آھن. تنھن ڪانسواءِ مستطيل دماغ ۾ ساھ جي سرشتي (Respiratory System) ۽ دل جي رت وارين نلين (Cardio-Vescular) جي نظام جي قدرتي سگھہ (Vital Force) جا مرڪز موجود آھن.

**(3) ننڍو دماغ (مغز: Cerebellum):** ننڍو دماغ بيدي جي شڪل جھڙو ٿئي ٿو ۽ دماغ جي پوئين حصي (Hind Brain) جو وڏو حصو آھي. اڄن تاندورن واري ٽيلھيءَ (Pons Varolii) جي پويان ۽ وڏي دماغ (Cerebrum) جي پوئين حصي جي ڪياڙيءَ واري خاني جي بلڪل ھيٺان کيپرانٽيءَ واري ڪڏ (Fossa) ۾ ٿئي ٿو پر ھي دماغ جي ٻاھرئين پردي (Dura Mather) جي ڪري وڏي دماغ جي ڪياڙيءَ واري خاني ڪان جدا بيٺل آھي. ننڍو دماغ

چوٿين شريان جي ڪري اچن ٿا ڊورن واري ٽيلهيءَ ۾ مستطيل دماغ کان پڻ الڳ بيٺل آهي. ننڍو دماغ پڻ اونهائيءَ واري ڦاڪ Cleft جي ڪري ٻن حصن (Hemisphere) کابي ۽ ساڄي حصي ۾ ورهايل آهي.

**ننڍي دماغ (مغز) جا ڪم (Function of Cerebellum):** هن جو ڪم جسم جي جملي مشڪن جي چرپر، فعل ۽ مشڪن جو عضون تي ضابطي رکڻ ڪانسواءِ هڪ ٻئي ساڻ رابطو (Co-ordination) قائم رکڻ. انهيءَ سان گڏ جسم جي بيهڪ ۽ جسم جي ٻنهي پاسن (کابي ۽ ساڄي) جي وزن کي برابر هڪ ڪرو ڪري بيهارڻ. جيئن ڪم ڪار وقت جسم جو وزن گهٽ وڌ نہ ٿئي ۽ ماڻهو ڪِري نہ پوي. هن دماغ جو هر هڪ حصو پنهنجي پنهنجي حصي جي مشڪن جي فعل تي ضابطو رکندو آهي. جڏهن ننڍي دماغ جي فعل ۾ خلل پوندو آهي تہ ان ماڻهو جون مشڪون درست فعل ڪري نہ سگهنديون آهن ۽ انهن جو پاڻ ۾ صحيح رابطو نہ ٿيندو آهي يا وري جنهن بہ عضوي جي مشڪن ۾ خلل پوندو آهي تہ اهو عضوو پنهنجو صحيح فعل ڪري نہ سگهندو آهي. مثال: ماڻهن جي ٽنگن جون مشڪون صحيح ڪم نہ ڪنديون تہ ماڻهو هلڻ وقت ٿاٻڙندو، ٿڏا کائيندو آهي. ائين وري هٿن جون مشڪون درست فعل ڪري نہ سگهنديون آهن. زبان جون مشڪون جڏهن درست فعل ڪري ناهن سگهنديون تہ ماڻهو صحيح ڳالهائي نہ سگهندو آهي، جو تہ دماغ لفظ اُچارڻ ۾ سندس ساٿ ناهي ڏيندو.

**دماغ جو پاتال** (وسرجي بيماري: Alzheimer's Disease- Dementia): دماغ جي پاتال جي هن بيماريءَ بابت پهريون پيرو جرمنيءَ جي نيورولاجسٽ ڊاڪٽر الزهمير (Alzheimer :1864-1915) ڄاڻ ڏني. ان ڪري هن بيماريءَ جو نالو بہ ڊاڪٽر الزهيمر جي نالي تي رکيو ويو آهي. هيءَ دماغ جي پاتال جي اهڙي بيماري آهي، جنهن ۾ مريض کي ڪنهن بہ سامهون نظر ايندڙ شيءِ جي سڃاڻپ نہ ٿي سگهندي آهي، تنهن ڪانسواءِ مريض کان هر شي وسري ويندي آهي، ايستائين جو ڪيس پنهنجي وجود جي بہ خبر نہ پوندي آهي تہ هو ڪهڙي جهان ۾ آهي. ڪيترين حالتن ۾ ڳالهائڻ بہ ڇڏي ڏيندو آهي. مطلب تہ دماغ پاتال ۾ هليو ويندو آهي، جو تہ هن بيماريءَ ۾ مريض جو وڏو دماغ (Cerebral) پنهنجو ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏيندو آهي ۽ دماغ جي جيو گهرڙن (Nerve Cells) ۾ تباهي اچي ويندي آهي. وڏي دماغ ۾ انسان جي جيون جا گهڻا مرڪز قائم آهن. ڏسڻ ۽ سڃاڻپ جي هن مرڪز (Visual Area) کان سواءِ ڳالهائڻ جو مرڪز (Brochas Area) ٻڌڻ وارو (Auditory Area) مرڪز بصري (ڏسڻ (Visual Area) مرڪز سنگهڻ وارو (Factory Area) مرڪز ۽ ذائقي جو (Test Area) مرڪز اُهي سڀ مرڪز دماغ جي حرڪي (Motor) ۽ خابرو، (Sensory) تنتن جي ذريعي پنهنجن مرڪزن ۾ قائم آهن. جيڪي مرڪز حرڪي نظام سان تعلق رکن ٿا، انهن جو مرڪز Motor Cortex آهي ۽ جيڪي مرڪز خابرو (حسي) نظام سان تعلق رکن ٿا، انهن جو مرڪز Sensory Cortex ۾ آهي. هنن سيني مرڪزن جو رابطو (Co-ordination) هڪ ٻئي ساڻ آهي. تنهنڪري اهو ڏٺو ويو آهي تہ جڏهن هن دماغي پاتال جي بيماريءَ جي خاص مرڪز (Visual Area) ۾ تباهي ايندي آهي ۽ هي مرڪز پنهنجو ڪم ڇڏي ڏيندو آهي تہ ان سان گڏ هڪ يا هڪ کان وڌيڪ بيا بہ دماغي مرڪز پنهنجو ڪم ڇڏي ڏيندا آهن. اهوئي سبب آهي جو هن بيماريءَ سان بيا بہ انساني حواس ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏيندا آهن.

**دماغي تباهيءَ جا ڪارڻ (Actiology):** هن بيماريءَ جي ٿيڻ جا ڪيترا سبب آهن، جن ۾ سينيءَ جو واسطو وڏي دماغ سان آهي. جيئن ڪو صدمو Shock، وڏي دماغ ۾ ڌڪ لڳڻ (Traumati Injury of Cerebrum) دماغ جا گومڙ (Brain Tumors) دماغي تنتن جون بيماريون (Cerebral Vascular diseases) دماغ جون رڳون ٽٽي پوڻ (Brain Haemorrhage) دماغي ۽ نفسياتي بيمارين ۾ زوردار دماغ کي سُن ڪرڻ/ نشي واريون دوائون (Neuro Sedative Drugs) دماغي خلل Dementia، ۽ گهڻي ڪمزوري (Perniciou Anaemia) اهڙا سبب آهن. جيڪي هن قسم جي دماغي بيماريءَ جو سبب بڻجن ٿا.

**دمامو** (ساز): هڪ ساز جو قسم آهي. عام طرح دهل جي وڄت کي بہ دمامو چئبو آهي. جيڪا خوشيءَ جي موقعي تي وڄائبي آهي. ٻين لفظن ۾ اُن وڄت کي 'ناهو' بہ چوندا آهن.

**دمامو** (ديھ): تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ هڪ ديھ جو نالو.

**دم جا ڪنڊا:** تعلقي ۽ ضلعي ميرپورخاص جي هڪ ديھ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ديپ وساڻ، سعيد اختر، چوڙري خوشي محمد، بهاول انڙ، شوڪت حسين راڄپر، لڇيت پٽي.

**دمچيءَ جو هڏو** (Coccyx): چيلهہ جي دمچيءَ جو هڏو چئن مهرن (Vertebrae) تي ٻَڌل آهي ۽ مهرا هڪٻئي سان پاڻ ۾ ڳنڍيل هوندا آهن. دمچيءَ جو مٿيون حصو ڍونگري (Sacrum) سان مليل هوندو آهي. جڏهن تہ هيٺيون حصو ڇهنب وانگي لُنڊي هڏي جيان هوندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن هي هڏو وڌي ويندو آهي تہ ان حالت ۾ ويهڻ ۾ تمام گهڻو سُور (Coccygodynia) ڪندو آهي.




هن هڏي لاءِ سائنسدانن جو خيال آهي تہ جنهن زماني ۾ انسان هٿن ۽ پيرن سان هلندو هو تڏهن اُن کي ڪرنگهي جي آخر ۾، ٿڻائتن جانورن (Mammals) ۽ باندرن (Chimpanzee) وانگر ڍڳهو پڇ هوندو هو. انساني ارتقا (Evolution) کان پوءِ جڏهن انسان هٿ ڇڏي رڳو پيرن تي هلڻ شروع

ڪيو ته سندس پڇ آهستي آهستي ختم ٿيندو ويو ۽ ان جاءِ تي 'دمچيءَ جي هڏيءَ' جو نشان رهجي ويو آهي.

**دمدمو:** مٽيءَ يا واريءَ جي ڳوٿين سان ٺهيل مورچي يا قلعي کي 'دمدمو' چئبو آهي. دمدمو گهڻو ڪري ريلوي يا درياهه جي بچاءَ بند تي آمدروفت واري جاءِ تي جوڙبو آهي.

سنڌ ۾ سجاول ٺٽي پُل جي ڪاٻي پاسي يونين ڪائونسل هيلي ۾ درياهه جي بچاءَ بند واري علائقي کي به دمدمو سڏيندا آهن. هن بچاءَ بند کي 'دمدمو' ان لاءِ چيو ويجي ٿو ته، هن جاءِ تي سنڌو درياهه جي پاڻيءَ وٽ دٻاءَ ۽ دٻدٻو هوندو آهي. ماضيءَ جي تاريخ به ان هنڌ کي درياهه جي مختلف تبديلين وارو هنڌ ڄاڻايو آهي. هن جاءِ تان پراڻن وهڪرن ۾ درياهه جا ٻه حصا ٿيندا هئا. جنهن مان هڪ حصو جاتي طرف ۽ ٻيو حصو بدين جي علائقي طرف سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪندو هو.

- سنڌ جا ٽالپر حڪمران انگريزن جتي نظربند ڪري رکيا هئا، اُن هنڌ کي به تاريخ ۾ دمدمه/ دمدمو سڏيو ويندو آهي.

**دمريلا** (شهر): هي شهر ٺٽي ضلعي ۾ ديبل جي ويجهو هو. سومرن جو شهر هو. سلطان محمد تغلق جي دؤر ۾ باغي طغي، دمريلا ۾ سومرن وٽ پناهه ورتي هئي. جنهنڪري محمد تغلق 1343ع ۾ پيڇو ڪري گجرات جي شهر گونڊل کان ٿيندي دمريلا پهتو هو. سفر ۾ بيمار ٿي پيو ۽ دمريلا ۾ سخت بخار سبب وفات ڪيائين. علامه دائود پوٽي لکيو آهي ته: دمريلا ديبل جي ويجهو هو. جو 'تاريخ جهان ڪشاء' ۾ واضح آهي. ضياءُ الدين برنيءَ 'تاريخ فيروز شاهيءَ' ۾ انهيءَ هنڌ کي ٻن جاين تي 'مريلا' ۽ هڪ جاءِ تي 'دمريلا' لکيو آهي. محقق حامد علي قريشي خانائيءَ لکيو آهي ته: اسان کي گمان آهي ته دمريلا، مڪران ۽ سنڌ جي سرحد تي هو. 'تاريخ فرشته' ۾ ڄاڻايل آهي ته، "محمد بن قاسم سنڌ تي حملي ڪرڻ وقت مڪران مان ٿيندو درسلھ ۾ آيو. جيڪا ديبل جي سرحد آهي." قريشي حامد علي خانائيءَ لکيو آهي ته اهو درسلھ، دمريلا آهي، جنهن ڦيرگهير سبب اها صورت اختيار ڪئي.

**دمريلو** (ماڳ): دمريلي جو ذڪر اٺين صديءَ جي شروع ۾ اسلامي فتحن ۾ اچي ٿو 'دمريلھ' جو سنڌي اُچار 'دمريلو'، جيڪو اصل ۾ يا پوءِ ڦري 'ڏنيرلو' ٿيو. ڏنيرلو جي نالي سان تعلقي ڪنري ۾ ديهه ۽ ماڳ اڃا تائين (انهيءَ کان اتر طرف) موجود آهي. دمريلو (دمر+ريلو) جي نالي مان پڻ پاڻي جي وهڪ (ريلي) جو گمان نڪري ٿو. قدخامي جي عبارت موجب ٻهرايئين ٻهرور ۽ پوءِ دمريلو قلعو فتح ٿيو جنهن مان اندازو لڳي ٿو ته ٻهروز (ڏکڻ طرف ۽ دمريلو اڳتي اتر (برهمڻ آباد واري) طرف هو. دمريلي وارا، ايرنديِن دروازي کان: منجهل ندي اڪري ريگستان واري طرف نڪري ويا. محمد بن قاسم، نواب بن هارون کي دمريلي جو حاڪم مقرر ڪيو انهن اهڃاڻن مان سڃاڻپ ٿئي ٿي ته اهو سنڌ جو ڏکڻ اوڀرنديون پراڻ درياهه جي شاخن ۽ هاڪڙي ڍوري جي دو آبي وارو علائقو هو. ڍگهڙي کان اتر-اولهه طرف دنبالو آهي، جيڪو نالو پڻ ڏنيرلو/دمبرلو يا دمريلو سان ملي ٿو ڍگهڙي کان وٺي نئين ڪوٽ تائين پراڻ درياهه تي آباد ٿيندڙ علائقو دمريلو هو. دمريلي علائقي وارو مرڪز شهر يعني 'قلعو دمريلو' اتي هو جتي پوءِ نُهٽو نالي شهر آباد ٿيو. نهٽي شهر جي موجوده آثارن سان لڳ ڏکڻ-اولهه ڪي قديم قلعي جا نشان موجود آهن.

**دمڙا** (ذات): دمڙا ذات وارا سمن مان ڄاڻايا وڃن. جيڪي ابڙن جي نک ۾ اچن ٿا. دمڙا سنڌ جي اتر واري حصي ۾ وڏي تعداد ۾ آباد آهن.

**دَمڙي:** دمڙي، قديم وقت جي هڪ سڪي جو نالو آهي. جيڪو پراڻي وقت جي پئسي جي اٺين حصي برابر هوندي هئي. دمڙيءَ جو مُلهه ڪوڏيءَ کان وڌيڪ هوندو هو ۽ دمڙيءَ جو وٽ توليءَ جي اٺين حصي جي برابر هوندو هو. هٽ واٽيا، حساب ۾ پائي به نه ڇڏيندا هئا. ان ڪري ڪيترين چوڻين جنم ورتو. جهڙوڪ: (1) واٽيي جي دمڙي، چني چمڙي، (2) چمڙي وڃي ته وڃي، پر دمڙي نه وڃي.

هنديءَ ۽ اردوءَ ۾ به ساڳيءَ معنيٰ سان اها چوڻي مستعمل آهي. 'چمڙي جا ئي، دمڙي نه جائي' جو ارين جي اصطلاح ۾ دمڙي، هڪ رُپئي کي چوندا آهن.

- دمڙي، پرت جو هڪ قسم به آهي.

**دمشق** (شهر): شام جي گاديءَ جو هنڌ ۽ مرڪزي شهر دمشق، برادا درياهه ڪناري واقع آهي. دمشق جو گهڻو حصو مستطيل ۾ درياهه جي اترئين ڪنارن تي آهي. دنيا جي قديم ترين ۽ مسلسل آباد رهڻ وارن شهرن ۾ شمار ٿئي ٿو. لبنان جي پهاڙي سلسلي ۾ جبل قاسيون جي جڏهن کوٽائي ڪئي وئي ته ماهرن اندازو لڳايو ته هتي چار هزار سال اڳ به هڪ شهري مرڪز هو. پندرهين صدي ق. م. جي قديم مصري تحريرن موجب دمشق هڪ شهري رياست جي گاديءَ جو هنڌ هو. چيو وڃي ٿو ته هي شهر حضرت دائود عليه السلام هٿان فتح ٿيو. 732 ق. م ۾ تگ لٿ پليز رسوم، دمشق




جي بادشاهت جو خاتمو ڪيو اهڙيءَ طرح اٺين صدي ق. م آشورين، ستن صدي ق. م ۾ بابلين، ڇهين صدي ق. م هنخا منشين، چوٿين صدي ق. م ۾ يونانين ۽ پهرئين صدي ق. م ۾ بارنطينين جو دمشق تي قبضو رهيو. گهڻو پوءِ 612ع ڌاري 'خسرو ثانيءَ' دمشق تي قبضو ڪيو ۽ 627ع ۾

ايراني شهنشاهه جي وفات بعد دمشق خالي ڪيو ويو ۽ سيپٽمبر 635ع ۾ حضرت خالد بن وليد ۽ حضرت ابو عبيده دمشق جي فتح حاصل ڪئي ۽ حضرت عمر رضہ يزيد بن ابي سفيان کي دمشق جو والي مقرر ڪيو ڪجھہ عرصي بعد دمشق هڪ مقدس شهر جي حيثيت سان مشهور ٿيو يزيد جي وفات بعد دمشق جون واڳون معاويه جي هٿن ۾ آيون. دمشق ڏينهون ڏينهن ترقي ماڻيندو رهيو ۽ هڪ صديءَ تائين هي خلافت جي مرڪزي صوبي جو اهم شهر رهيو. 750ع ۾ خليفي ابوالعباس جو چاچو عبدالله بن علي، بنو اميہ خاندان جي اختتام بعد دمشق فتح ڪري، پهريون عباسي خليفو بڻيو. سندس دؤر ۾ اموي عمارتون ميساريون ويون ۽ پوءِ دمشق رڳو هڪ صوبائي شهر طور ڄاتو ويو. خليفي المتوڪل پنهنجو دارالخلافہ دمشق ۾ تبديل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هو رڳو 38 ڏينهن هتي رهي، واپس سامرا هليو ويو.



اهڙيءَ طرح دمشق مختلف قبضن باوجود هڪ آباد شهر رهيو. اڳتي هلي جڏهن نورالدين حلب، بويہ خاندان جي خاتمي بعد دمشق تي قابض ٿيو تہ هي شهر وسيع ۽ خود مختيار اسلامي مرڪز بڻيو. وڏي تعداد ۾ مسجدون، مذهبي عمارتون ۽ مدرسہ تعمير ٿيا. اهل سنت والجماعت جو مرڪز ٿيو. هتي حديث جي تعليم لاءِ پهريون مدرسو دارالحديث قائم ٿيو. 1176ع ۾ وري صلاح الدين ايوبيءَ دمشق تي قبضو ڪيو ۽ 1260ع تائين هتي ايوبيہ خاندان جي حڪومت رهي. مارچ 1260ع ۾ هلاڪو خان قبضو ڪري ورتو. 1516ع تائين وري سلاطيني حڪمران هتي قابض رهيا. بعد ۾ 1831ع تائين دمشق آل عثمانين جي زيردست رهيو. 1832ع ۾ محمد عليءَ جي پٽ ابراهيم پاشا، فلسطين جو علائقو عبور ڪري دمشق تي قبضو ڪيو ۽ پوءِ 1840ع ۾ مصري تسلط جي ڪري هي علائقو پيهر آل عثمان جي قبضي ۾ آيو. آگسٽ 1860ع ۾ نيپولين - ٽئين جي فوج دمشق جي ڪناري لٿي. 7 مارچ 1920ع تي شام جي آزاديءَ جو اعلان ٿيو ۽ فيصل کي بادشاهه مقرر ڪيو ويو مهيني بعد 'سان ريمو' معاهدي هيٺ اقوام متحده جي نمائندي جي حيثيت سان شام کي آزاديءَ جو حق مليو ۽ 16 سيپٽمبر 1941ع تي باقاعدي شام جي آزاديءَ جو اعلان ٿيو ۽ 1946ع کان دمشق ان جي گاديءَ جو هنڌ رهيو آهي. دمشق، شروع کان اهم واپاري مرڪز رهيو آهي. خشڪ ميون، اَن، شراب ۽ ريشم سبب مشهور آهي. هتي ٺهندڙ ريشمي ڪپڙي تي بہ دمسڪ (Damask) نالو پئجي ويو. اڄڪلهہ هي شهر انجير، بادام، ڪاڏيءَ جي ڪپڙي ۽ چمڙي جي صنعت ۾ ڳهڻو مشهور آهي. هتان جي گهرن کي ٻاهرئين ديوارن سان دريون ڏنل نہ هونديون آهن. سڏين گهٽين هٿڻ ڪري بہ انفراديت رکي ٿو هتي 200 کان وڌيڪ خوبصورت مسجدون بہ ٺهيل آهن. هن شهر جي آبادي 25 لک کان بہ وڌيڪ آهي.

**دمڀا:** غوث بهاوالحق ملتانيءَ جا مريد جيڪو نعرو هڻندا آهن. انهن کي 'دمبها' بہ چئبو آهي.

**دمڀا (ذات):** هن ذات وارا اصل ۾ سما آهن. جيڪي اپڻن جي نڪ ۾ اڇن ٿا. هي سنڌ جي اترين علائقن ۾ آباد آهن.

**دميلي** Dameli **(ٻولي):** هيءَ ٻولي دميل واديءَ جي نالي پويان دميلي سڏجي ٿي. جاگرافيائي طور لور دڙي کان مٿئين حصي ۾ اتر اولهہ طرف گواربتي خطي جي واديءَ جي اتر ۾ هيٺين چترال جي ڏاکڻين حصي ۾، دروش تعلقي، ڪنهار نديءَ جي ٻنهي پاسن سميت دميل واديءَ ۾ ڳالهائي وڃي ٿي.

هن ٻوليءَ جو لاڳاپو هند- يورپي، هند- ايراني، هند- آريائي ۽ داردي ٻولين جي ڪافرستان واري شاخ سان آهي. ڪوار، پلولا، گواربتي ٻوليون هن جون پاڙيسري ٻوليون آهن. هنن ٻولين هڪ ٻئي کان لفظ اُڌارا ورتا آهن. افغانستان ۾ ڪجهہ قدر هن ٻوليءَ جو واهپو آهي ۽ اهي هن کي 'گٻ' سڏين ٿا. هيءَ ٻوليءَ عربي رسم الخط ۾ لکي وڃي ٿي.

**دمينتي** (Damayanti): دمينتي، هندومت جي پراڻن ۾ بيان ڪيل ڪهاڻين مان هڪ ڪهاڻي 'نل دمينتيءَ' جو مرڪزي ڪردار آهي.



دمينتيءَ جي خيالي تصوير

ڪهاڻيءَ جي بيان موجب، دمينتي، پيڊر جي راجا ڀيم جي سڪيلڌي ڌيءَ هئي، جنهن جي سونهن ۽ سوڀيا پري پري تائين مشهور هئي. دمينتيءَ جي سونهن ۽ ٻوترتا جي هاڪ ٻڌي نِشد رياست جو راجا نَل ڪيس دل ڏئي ويٺو ۽ دل ۾ چاهڻ لڳو. روايت آهي تہ هنج پکيءَ وسيلي دمينتيءَ کي ڄاڻ ملي تہ راجا نَل جي دل ۾ سندس لاءِ بيپناهہ محبت آهي تہ پاڻ بہ راجا نَل جي محبت ۾ گرفتار ٿي وئي.

دمينتيءَ جي پيءُ راجا ڀيم پنهنجي ڌيءَ دمينتيءَ جو وَر چونڊڻ لاءِ سويمبر ڪرائڻ جو فيصلو ڪيو. اهڙي اعلان کان پوءِ ڪيترا راجا، مهاراجا،

شهزادا (ڪنور) قسمت آزمائڻ لاءِ پيڙدر پهتا. جن ۾ نل به شامل هو. انهي موجود چئن ديوتائن: اگني، اندر، ورڻ ۽ ييم کي اڳ ئي ان ڳالهه جي ڄاڻ پئجي وئي ته دمينتي، نل سان محبت ڪري ٿي ۽ ڪيس ئي پنهنجو وَر چونڊيندي. ان خيال کان چئني ديوتائن سويمبر وقت جادوءَ سان نل جو روپ اختيار ڪيو. دمينتيءَ جڏهن هڪ نل بجاءِ پنج نَل ڏٺا ته حيران ۽ پريشان ٿي وئي، پر پوءِ محبت ۽ روحاني ڇڪ جي ڪري اصل نَل کي سُڃاڻي ڪيس مالها پارايائين. ان سويمبر ۾ راجا ڪالديوَءَ دُئاپر ڪي نَل جي هن ڪاميابيءَ تي تمام گهڻو رنج پهتو ۽ هنن نَل کان پلاند وٺڻ جو ارادو ڪيو. دمينتي، نَل سان شاديءَ کان پوءِ نِشد ۾ خوشحال زندگي گذارڻ لڳي، جتي کين هڪ پٽ اندراسين ۽ هڪ ڌيءُ اندرا پيدا ٿي.

ٻئي طرف، راجا ڪالديوَ نَل سان پلاند وٺڻ جون رٿون رٿڻ لڳو. هن نَل جي حواسن کي قابو ڪري، سندس سئوٽ پشڪر سان چوپڙ راند ۾ ڪيس شڪست ڏني، جنهن ۾ نَل پنهنجو تخت، تاج، دولت ۽ هر شيءِ هارائي ويٺو. دمينتي، اهڙين ڏکين حالتن ۾ به پنهنجي محبت ۽ وفاداريءَ جو ثبوت ڏيندي، جهنگن، برن ۾ رهڻ لڳي. نل جي عقل تي ڪالي ماتا جو غلبو هو. تنهنڪري هن ارادو ڪيو ته هو دمينتيءَ کي ڇڏي ڏئي ته جيئن پنهنجي پيءُ ماءُ جي گهر وڃي آرام جي زندگي بسر ڪري. پوءِ هڪ ڏينهن موقعو ڏسي هو دمينتيءَ کي ننڊ ۾ اڪيلو ڇڏي جهنگ ڏانهن هليو ويو.

دمينتي جڏهن ننڊ مان جاڳي ته نل کي ويجهو نه ڏسي ڊڄي وئي ۽ سندس ڳولا ۾ هيڏانهن هوڏانهن ڀٽڪڻ لڳي. جهنگ ۾ ڪيس هڪ شڪاري مليو، جيڪو سندس سونهن تي موهت ٿي پيو ۽ ڪيس هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو، پر دمينتيءَ جي بددعا سان غيبي باهه ۾ وڪوڙجي ويو. اهڙيءَ ريت دمينتي، نَل جي ڳولا ڪندي وڃي پهتي، جتان جي راڻيءَ، دمينتيءَ کي سنئي گهراڻي جي ڏسي ڪيس وار ڳنڍڻ واري ڪم تي مقرر ڪيو. سندس اصليت لِڪل رهي، پر ترت ئي هن پنهنجي سمجهداري، سليقي شعاري ۽ سگهڙائپ سان ماڻهن جي دل موهي وڌي ۽ هر طرف سندس واکاڻ ٿيڻ لڳي. اها واکاڻ ٻڌي ڪندن پور جي وزير ڪيس سڃاڻي ورتو ۽ دمينتيءَ کي سندس مائٽن سان ملائڻ لاءِ ڪندن پور وٺي ويو.

هندو پراڻن ۾ دمينتيءَ جي مرڪزي ڪردار کي تمام گهڻي اهميت حاصل آهي. هن ڪردار جي نسبت سان شادي شده زالن کي، پنهنجن مڙسن سان وفادار رهڻ، هر ڏک سک ۾ انهن جو ساٿ ڏيڻ جي تلقين ڪئي وئي آهي.

نل دمينتيءَ جو سنڌيءَ ۾ ترجمو رشيد لاشاريءَ ڪيو آهي، جيڪو ڪتابي صورت ۾، سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪيو آهي.

**دن/ ڪالر:** ٿر، ڪوهستان ۽ وچولي ۾ جوئر يا ٻاجهريءَ جي سنگ لُٽيل ڪانا گڏ ڪري گڏا ٻڌبا آهن ۽ انهن کي اُڀا بيهاري هڪ ڍڳ ڪبو آهي، جنهن کي 'دَن' چئبو آهي، جنهن جو جمع 'دنيون' ٿيندو آهي. اصطلاحاً: 'دن ڪرڻ'، جمع ڪرڻ يا گدام ڪرڻ کي چئبو آهي. دن، ڪانن، گاهه ڪانسواءِ ڪارڪن جي ڍڳ کي به چوندا آهن.

ٿر ۽ پارڪر ۾ جوئر ٻاجهر جي ڪانن کان سواءِ ڏگهي ڪانيءَ وارن گاهن کي سُڪائي، دن ڪري رکندا آهن ته جيئن سائي گاهه ختم ٿيڻ



جي صورت ۾ ڏُڪار وقت، اُهو سڪو گڏ ٿيل گاهه مال کي کارائجي. ٿر ۽ پارڪر ۾ اهڙي گڏ ڪيل گاهه جي ڍڳ کي دن سان گڏ ڪالر به چوندا آهن.

**دنبالو (شهر):** هي ماتلي تعلقي، ضلعي بدين جو ننڍو شهر آهي، جيڪو ماتلي- ڊگهڙي روڊ تي واقع آهي. دنبالو نئون دنبالي ۽ پراڻي دنبالي ۾ ورهايل آهي ۽ ٻئي هڪ ٻئي کي ويجهو آهن.

**دنبالو جاگير:** ماتلي تعلقي جي هڪ ديهه جو نالو.

- ٻيڙيءَ يا جهاز جي پٺئين حصي کي به 'دنبالو' چوندا آهن.

**دنب بني** (ماڳ): قديم سنڌو تهذيب ۽ آمريءَ واري دؤر سان تعلق رکندڙ هي قديم آثار جهانگارن کان ڏهه ڪلوميٽر ڏکڻ اولهه ٻانڊيءَ کان ڏهه ڪلوميٽر اتر- اولهه ۾ تعلقي سيوهڻ ضلعي ڄامشوري ۾ واقع آهي. هيءُ ماڳ جاگرافيائي طور °17 `26 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ `40 °67 اوير ڊگهائي ڦاڪ تي موجود آهي. هن جي پر ۾ پير آريءَ وارو چشمو آهي. 84 فوٽن جي



اوچائي رکندڙ ٽڪريءَ تي موجود هن ماڳ تي قديم اڏاوتن جا نشان ۽ ڳاڙهي تي ڪاري رنگ جو ٺڪرائو وڏي تعداد ۾ ملي ٿو هن ماڳ تي تجرباتي کوٽائي اين. جي. مجمدار 1930ع ڌاري ڪئي هئي. کوٽائيءَ دوران ڪيس هڪ کوٽيءَ مان ٺڪرائو ۽ ماڻهوءَ جو هڏائون ڍانچو هٿ آيو هو جڏهن ته هتي وڏيڪ کوٽڙين جا نشان به موجود آهن. هتي کوٽڙين جي نموني ۾ قبرون آهن. جن جي چوڌير اڏوري گهڙيل پٿر جو ٻنو ڏنل آهي.

ماهرن جو خيال آهي ته هتان ملندڙ ٿانو آمريءَ ۽ هڙاپا تهذيبن جا همعصر آهن ۽ ڪي نال (Nal) ثقافت سان پڻ واسطو رکن ٿا. هتي وڏي تعداد ۾ ميٽوڙي رنگ جو ٺڪر مليو ٿو. جيڪو آمريءَ واري ٺڪر جهڙو آهي. جڏهن ته ٺڪر جي پاڙ وٽ ڪوٽائيءَ سان ڳاڙهي تي ڪارو ٺڪر مليو آهي. هن دڙي جي ڊيگهه 320 ميٽر، ويڪر 300 ميٽر ۽ اوچائي 26 ميٽر آهي.

**دنب بڻيءَ وارو گرم چشمو:** دنب بڻي ۽ ان جي اوسي پاسي واريون ٽڪريون ويران آهن. جتي فقط گرم چشمي واري هڪ اهڙي جاءِ آهي، جتي ڪجهه رونق آهي. اڳ ۾ هن چشمي ۾ تمام گهڻو پاڻي هوندو هو. جيڪو پير آريءَ جي وڏ واري علائقي جي زمين کي آباد ڪري ٿو. انگريز ليکڪ مئسن ڪوٽ بلوچ کان 4 ميل ٻري هڪ گرم پاڻيءَ جي چشمي جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪو هن ڪراچي ڏانهن ويندي جهانگارن پرسان پار ڪيو هو. هن جي اتر طرف هڪ ٽڪرائو ڏنو هو. شايد اها واهي دنب بڻيءَ جي ٽڪريءَ واري چشمي مان وهي رهي هئي، پر اها ڳالهه چٽي نه آهي، ته هن دمب بڻيءَ وارن ڪنڌرن جو ذڪر ڪيو آهي يا جهانگارن جي پروارن دڙن جو مئسن ڪوٽ بلوچ کان جيڪو مفاصلو ٻڌايو آهي، سو دنب بڻيءَ سان ويجهڙائي نه ٿو ڏيکاري، جو ته دنب بڻي ڄاڻايل قافلي واري رستي کان ڪجهه پري آهي.

**دنبچي:** دنبچي، گهوڙي جي سنجن مان هڪ سنج آهي، جنهن کي 'پچي' ۽ 'پچڙنگ' به چوندا آهن. دنبچي هڪ قسم جو ڪپڙو هوندو آهي، جيڪو گهوڙي جي هني جي ٻنهي پاسن کان ٻڌي، گهوڙي جي پُڇ جي هيٺان لنگهائي چڙهبو آهي.

**دنبڙا** (ذات): هن ذات وارا سمات نسل مان چيا وڃن ٿا. سندن تعلق سمن ۽ ملاحن جي قبيلي سان آهي.

**دنب سادات** (ماڳ): هيءُ ماڳ ڪوئيٽا شهر کان 13 ميلن جي مفاصلي تي ڪوئيٽا مستونگ روڊ تي بلوچستان صوبي ۾ واقع آهي. مقامي طور هيءُ ماڳ ميان گاڏو نبي دنب جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو. دڙو بيضوي نموني جو ۽ هر چورس 70x70 وال ۽ اوچائيءَ ۾ 14 وال ٿيندو. دڙي جو ڪوٽائيءَ مان ڪيتريون ئي ثقافتي شيون مليون آهن. جن ۾ ٺڪر جا نمونا، پڪل مٽيءَ جون مورتيون، مٽڪا، پٿر جون چُريون وغيره شامل آهن. هيءُ ماڳ 3000 ق. م تائين واري دؤر جو ليکيو وڃي ٿو.

هن ماڳ کي پهرين پگٽ (Piggott) 'ميان غونڊائي' جو ماڳ ڄاڻايو هو. پوءِ فيئر سروس ان جي کوٽائي ڪري، ٽي دور واضح ڪيا. پهريون دور 'ڪيچي بيگ ٺڪرائي وارو' دور، ٻيو دور 'ڪوئيٽا ٺڪرائي وارو' ۽ ٽيون دور سادات ٺڪرائي وارو'. فيئر سروس جي ڇنڊ موجب هيءُ ماڳ 2500 ق. م کان 3500 ق. م تائين جو آهي. هي ماڳ سنڌو تهذيب جي اوائلي ماڳن (Pre-Harappan) جو سهيوڳي آهي.

**دنبو:** رڍ جي نر گهيٽي جي هڪ قسم کي 'دنبو' چئبو آهي. دنبي جي پڇ ۾ وڏو 'دنب' ٿيندو آهي، جنهنڪري اُن جو پڇ ٿلهو ٿيندو آهي، جنهن تان ان تي 'دنبو' نالو پيو.

**دنبورو:** دنبورو هڪ قسم جو ساز آهي، جيڪو شاهه عبداللطيف کان تبديلين سان پنهنجي راڳ جي نظام ۾ شامل ڪيو هو. دنبوري کي سنڌيءَ ۾ تنبورو، بلوچستان ۾ دنبيره سڏيو وڃي ٿو. دنبورو قديم دور کان



وٺي موسيقيءَ جو هڪ مجيل ساز هو ۽ اوائلي اسلامي دور کان وٺي عرب-ايراني موسيقيءَ جو هڪ عام مقبول ساز بڻجي ويو. تنبوري جي وڃت جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو.

**جهڙ وڄائڻ:** دنبوري جي تند وڄائڻ ڪانپوءِ اڳواڻ جهڙ وڄائيندو آهي. جهڙ جي وڃت پنجن قسمن جي ٿيندي آهي. پٺائيءَ جي اڳوڻي گادي نشين پير ميان غلام شاهه چواڻي جهڙ يعقوب شهيد ايجاد ڪئي هئي ته جيئن تند وڄائڻ ڪانپوءِ ڪجهه وقفي تائين جهڙ وڄائجي، جيئن راڳائي فقيرن کي ساهي کڻڻ جو موقعو ملي ۽ اڳئين ڳايل سُر جو خيال سندن ذهن مان نڪري وڃي.

**تند وڄائڻ:** هر سر جي شروع ۾ ڳائڻ کان اڳ تند وڄائي انهيءَ سر جو راڳ نروار ڪيو ويندو آهي. تند کي 'زبان' چئبو آهي. مثال طور: سر ڪلياڻ جي بيتن ۽ واين ڳائڻ کان اڳ، اڳواڻ فقير تند وڄائيندو آهي يعني ته تنبوري جي زبان ذريعي راڳ ڪلياڻ کي نروار ڪندو آهي.

**روتالي:** هن تار ۾ چار ڏڪ لڳندا آهن. هيءَ تار ايراني راڳ جي قديم تار آهي ۽ آڳاٽي وقت کان وٺي سنڌ ۾ رائج آهي. پٺائي صاحب انهيءَ روايت جي سلسلي کي قائم رکڻ لاءِ هن تار کي منتخب ڪيو. انهن ٽن تارن ڪانسواءِ تنبوري جون به ٻيون وڃتون آهن: تند وڄائڻ ۽ جهڙ وڄائڻ. هي ٻئي وڃتون ٽالپرن جي دور ۾ شروع ٿيون. جڏهن شاهه جو راڳ پنهنجي مقبوليت جي لحاظ سان اوج تي پهتل هو.

**ڏيدي:** هن تار ۾ ٽي ڏڪ لڳندا آهن. هيءَ خاص طور 'ذڪر' جي 'تار' آهي، تنهنڪري هيءَ تار سنڌ ۾ سماع جي سلسلي جي آڳاٽي تار آهي. ابتدا کان وٺي سماع ۾ 'ذڪر' هلندو هو. جنهن کي پوءِ ڳائڻ جي درجي تي پهچايو ويو. ذڪر جي سلسلي جي ڳائڻن کي ذاڪر سڏيو ويو ۽ سنڌ جا ذاڪر ملڪان ملڪ مشهور ٿيا.

**چيڙ:** چيڙ معنيٰ تنبوري کي رڳو چيڙڻ ۽ بنا ڪنهن تار وڄائڻ جي رڳو سُر ڏيڻ. چيڙ تي راڳ تار جي حد بنديءَ کان آزاد ٿي آلاپن تي هلندو آهي، مگر سر ۾ هوندو آهي. هن وقت پٽ شاهه تي جيئن راڳ هلي ٿو ته سواءِ چئن سرن جي ٻين سڀني سرن ۾ ڪي نه ڪي وايون چيڙ تي ڳائجن ٿيون. فقط ساموندي، آبري، حسيني ۽ ڪاهوڙي سُرن جي چيڙ تي نه ٿيون ڳائجن. انهن سُرن جون وايون چيڙ بدران تار (ڏيديءَ يا دوتالي) تي ڳائجن ٿيون.

**دنبوري** (ساز): دنبوري سنڌ جي جابلو علائقي جو ساز آهي. هي ساز تانپوري يا ستار تان ورتل ڀانئجي ٿو. دنبوري ڪاٺ مان ٺاهي ويندي آهي. دنبوريءَ جو هيٺيون اڌ گول پيٽ وانگر ٿيندو آهي. ان جي مٿان سنهو تختو لڳل هوندو آهي، جنهن کي پلڪ يا پاٽيون چئبو آهي ۽ هيٺين اڌ گول کي پيٽ يا شڪم چئبو آهي. پيٽ جي مٿان ٻه فوٽ کن پورو اڌ گول ڳن يا ڏانڊي وجهبي آهي. ڳن جي مٿين حصي ۾ پاسي کان ٽي ڪِليون ڪاٺ جون لڳنديون آهن، جن کي 'ڪيريون' چئبو آهي.



تارون انهن ڪيرين تي ويڙهيل هونديون آهن، جيڪي پوري ڳن جي مٿان ٽينديون شڪم جي هيٺين حصي ۾ مضبوطيءَ سان ٻڌل هونديون آهن. مضراب کي ننهن يا پوءِ انهن تارن کي ملائي مضراب سان وڄائيندا آهن. مضراب کي ننهن يا آڱر سان وڄائبو آهي. دنبوري فقط ڳائڻ جي سنگت ۾ وڄائبي آهي ۽ سرنديءَ جي سنگت ۾ بہ وڄائبي آهي.

دنبوري جي ڳن تي سُرن ڏيکارڻ لاءِ تارون يا بند هڻندا آهن تہ ان کي 'بندن واري دنبوري' يا 'گهريڪ' چوندا آهن. بندن واري دنبوريءَ مان راڳ ۽ ڌنون نڪري سگهنديون آهن.

**دنب ولي محمد** (ماڳ) : هيءُ ماڳ بلوچستان جي اشڪولي ماڙي- قلات کان 5 ميل اوپر ۾ آهي. هتان مٿاڇري تان مليل شيون انجيرا 3 الف ۽ انجيرا 3 ب سان پيٽڻ جهڙيون آهن. هتان اسلامي دؤر جي رهتن جا نشان ملن ٿا. ان ڪانسواءِ توگو (Tague) ماڳ جي چئن دورن وارو نڪر عام جام ملي ٿو. هيءُ سنڌو تهذيب جو سهيوڳي ماڳ آهي.

**دنبي رڍ**: دنبي رڍ جو نسل، سنڌ جي محال ڪوهستاني علائقي دادو، ٺٽي ۽ ڪراچيءَ جي آسپاس پاليو وڃي ٿو. جيڪب آباد لاڙڪاڻي ۽ بلوچستان جي سبي علائقن ۾ بہ رڍ جو هي نسل ملي ٿو هن نسل جون رڍون قد جون وچوليون ٿين، جن جو رنگ اڇو ۽ منهن ڪارو ٿئي ٿو هنن رڍن جي اکين جي چوڌاري ڪارا چلا ٿين ٿا. هنن جا ڪن ننڍا وچولا ٿين. ڪجھ رڍن کي ڪنن تي ڪارا داغ ٿين ٿا. نر گهٽن کي اڪثر سڱ ٿين ٿا، اُن جو پيچ وچولو ۽ پڇ چڱي خاصي پريل ٿيندي آهي.

**دنگ** [1]: دنگ، زميني ماپ جي آخري ڇيڙي کي دنگ چئبو آهي. زمين، پلاٽ، علائقي يا ملڪ جي حد ختم ٿيڻ واري جاءِ کي دنگ چيو ويندو آهي. سرحد تي رهندڙن يا زمين جي حد سان گڏ رهندڙن کي 'دنگئي' چوندا آهن. پٽائيءَ بہ چيو آهي:

اُتي آديسين جو، لڳو دنگ دڙو.

**دنگ** [2] (ديهہ): ضلعي سانگهڙ جي تعلقي کپري جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

نبي بخش راڄڙ، دڙي جو ڳوٺ (جڙيو جوڻيجو)، عبدالمجيد خاصخيلي (عمر خاصخيلي)، حاجي مير حسن مري، سرمست خان مري بلوچ ۽ حاجي هوت خان مري.

**دنگ ٻيلو**: تعلقي روهڙيءَ جي هڪ ديهہ.

**دنگ چاچڙ**: تعلقي گهوٽڪيءَ ۾ هڪ ديهہ.

**دُنگ درو**: دنگ درو هڪ ننڍڙي مڇي ٿئي ٿي، جنهن جي ڊيگهہ ٻہ انچ ٿيندي آهي ۽ عام طرح کائبي نہ آهي ۽ وڏيون مڇيون هن کي کائين ٿيون.

**دنگونا**: هڪ ذات جو نالو جيڪي اڪثر حيدرآباد ۽ ٿرپارڪر ضلعن ۾ رهن ٿا.

**دُنگي**: دُنگي ٻيڙيءَ جو هڪ قسم آهي. هيءَ وڏي ٻيڙي ٿيندي آهي. اها درياهي يا سامونڊي ٻيڙي، ننڍي واپاري جهاز وانگر ٿيندي آهي. شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ ڀڻ مغربي واپارين، ڌارين حملہ آورن جي سنڌو ساگر/ سنڌو درياهہ ۾ آمد ڏسي، معلمن/ ناکئن کي خبردار ڪندي چيو هو تہ:

دُنگي منجھ دريا، ڪ ٻُڏي ڪ اُپڙي،
معلم ماڳ نہ اڳئين، قلنگي منجھ قريا!

**دنگي منجھہ دريا** (ڊرامو): هي مشهور ليکڪ علي بابا جو تحرير ٿيل آهي، جيڪو 1975ع ۾ مير بحرن جي سماجي ۽ معاشي حالتن تي لکيو ويو هو. 25 منٽن جي هن ڊرامي کي پروڊيوسر هارون رند ٺاهيو. وي تي پيش ڪيو هو، جڏهن تہ زرينا بلوچ ۽ انور بلوچ اداڪاريءَ ۾ مک ڪردار ادا ڪيو هو. هي ڊرامو پاڪستان ٽيليوزن تان سنڌيءَ ۾ نشر ٿيو هو، جنهن کي شهيد ذوالفقار علي ڀٽي انگريزي ترجمي سان بيو پيرو ٽيليڪاسٽ ڪرائي منچر ڍنڍ تان ٺيڪيداري نظام ختم ڪرايو هو. هن ڊرامي دنيا ميونخ (جرمنيءَ) ۾ ڊرامن جي چٽاڀيٽيءَ دوران ٽيون نمبر انعام کٽي بهترين اسڪرپٽ جو اوارڊ کنيو هو.

**دنياپور** [1] (ديهہ): ڪنڊڪوٽ تعلقي جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

واحد بخش، سخيرو احمد خان، ٻڍو پنهيار، مدد خان، احمد خان بجاراڻي، غلام حسين، مير حسن، نياز محمد پيو، علي مور خان، پورو خان، قابل چاچڙ، غلام رسول، عبدالملڪ ۽ پير بخش بجاراڻي.

**دنياپور** [2]: ڪنڊڪوٽ تعلقي جي شهر غوثپور ويجهو هڪ قديمي قبرستان آهي. آڳاٽي زماني ۾ جبلن تان ڪٽڪن جي صورت ۾ مري ۽ بُگٽي قبيلن جا ماڻهو ڏيهان ڏٺي جو ڌاڙا هڻڻ جي ارادي سان سنڌ ۾ داخل ٿيندا هئا. ان ڊپ کان شاهوڪار (هندو ۽ مسلمان) پنهنجا پئسا ۽ سون چاندي رات جي وقت هن قبرستان ۾ هٿراڌو قبرون ٺاهي پوري رکندا هئا. تنهنڪري هن مقام تي 'دنياپور' نالو پئجي ويو درياهہ جي سيلاب يا دنيا پوريندڙ ماڻهن جي مري وڃڻ يا نشان وسري وڃڻ ڪري اها دولت هميشہ لاءِ دفن ٿي ويندي هئي. اڄ تائين بہ ڪنهن ميت جي پورڻ لاءِ قبر کوٽيندي ڪڏهن ڪڏهن سون ۽ چانديءَ جا سڪا لڀندا آهن. انگريزن جڏهن سنڌ جي فيلڊ سروي ڪئي هئي تہ هن قبرستان جي نالي پنيان ديهہ جو نالو بہ دنياپور رکيو ويو. هن تاريخي قبرستان ۾ 'جهامن پيو' دفن ٿيل آهي، جنهن جي قبر 13 فوٽ ڊگهي آهي.

**دنيا جا عالمي ڏينهن:** 1939ع کان ٻي مهاڀاري لڙائيءَ جي شروعات ٿي ۽ 1945ع جي آخر ۾ آمريڪا، جپان سان وير پاڙيندي، ان جي ٻن خوبصورت شهرن: هيروشيما ۽ ناگاساڪيءَ تي، ترتيبوار 6 آگسٽ ۽ 9 آگسٽ تي ائٽم بم ڪيرائي، ٻنهي شهرن کي مٽيءَ جو ڍير بڻائي ڇڏيو هو. جنهن ۾ پنج لک ماڻهو موت جي ننڊ سمهاريا ويا هئا ۽ لکين ماڻهو معذور ٿي پيا. هن حادثي جي درد کي سمجهندي، دنيا جي مهذب قومن جي ڏاهن، دنيا ۾ امن کي هٿي وٺرائڻ لاءِ 'گڏيل قومن جو ادارو' قائم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ته جيئن ايندڙ نسلن کي جنگ جي عذاب کان بچائي سگهجي. اهڙيءَ ريت 24 آڪٽوبر 1945ع تي 'گڏيل قومن جو ادارو' (اقوام متحده) وجود ۾ آيو. گڏيل قومن جي اداري جا مقصد هيٺيان هئا:

(1) بين الاقوامي امن ۽ سلامتي قائم ڪرڻ، (2) قومن جي وچ ۾ دوستاڻا ناتا جوڙڻ، (3) دنيا مان غربت، جهالت ۽ بيمارين جي پاڙ پٽڻ لاءِ گڏجي ڪم ڪرڻ ۽ هڪٻئي جي حقن ۽ آزاديءَ جو احترام ڪرڻ، (4) انهن مقصدن حاصل ڪرڻ لاءِ قومن جي ورتل اپائن ۾ ميل ميلاپ قائم ڪرڻ لاءِ مرڪزي ڪردار ادا ڪرڻ.

اقوام متحده جي چارٽر ۾ وقت به وقت اضافو ڪندي، انسانن سان لاڳاپيل ۽ اُبريل اهم مسئلن، جهڙوڪ: ماحوليات، حياتيات، منشيات، موسميات، سياحت، ثقافت، اقتصاديات، صحافت، غربت، صحت، تعليم، ٻولي، ماءُ، پيءُ، ٻارن، عورتن، استادن، مزدورن جي اهميت سان گڏ انسانن سان لاڳو خطرناڪ مرضن جي حوالي کان هر سال جنوريءَ کان ڊسمبر تائين 111 عالمي ڏينهن ملهائڻ جو اعلان ڪيو ويو. اهڙيءَ طرح سامراج هٿان تباهه ٿيل شهرن هيروشيما ۽ ناگاساڪي، گورن جي غلاميءَ مان فلسطين ۽ آفريڪا جي ڇوٽڪاري جا ڏينهن ملهائڻ جا به فيصلا ڪيا ويا. اقوام متحده جي قيام کان اڄ تائين اهي خاص ڏينهن پوريءَ دنيا اندر جذبي سان ملهايا ويندا آهن. انهن عالمي ڏينهن جو تفصيل هن ريت آهي:

- 01 جنوري: خاندان جو عالمي ڏينهن؛
- 03 جنوري: مذهب جو عالمي ڏينهن؛
- 26 جنوري: جانورن جي بيماريءَ جو عالمي ڏينهن؛
- 27 جنوري: عالمي تباهيءَ جي ياد ۾ ڏينهن؛
- 04 فيبروري: ڪينسر جي مرض ۽ ان کان آگاهيءَ جو عالمي ڏينهن؛
- 14 فيبروري: عاشقن جو عالمي ڏينهن (ويلنٽائينز ڊي)؛
- 21 فيبروري: مادري ٻولين جو عالمي ڏينهن؛
- 22 فيبروري: اسڪائوٽنگ جو عالمي ڏينهن؛
- 1 مارچ: بچاءُ جو عالمي ڏينهن؛
- 8 مارچ: عورتن جي حقن جو عالمي ڏينهن؛
- 10 مارچ: وڏن ڊيمن جي خلاف عالمي ڏينهن؛
- 21 مارچ: نسل پرستيءَ جي خاتمي جو عالمي ڏينهن؛
- 21 مارچ: شاعريءَ جو عالمي ڏينهن؛
- 21 مارچ: ٻيلن جي بچاءُ جو عالمي ڏينهن؛
- 21 مارچ: امن ۽ پيار جو عالمي ڏينهن؛
- 22 مارچ: پاڻيءَ جو عالمي ڏينهن؛
- 23 مارچ: ماحوليات ۽ سائنس جو عالمي ڏينهن؛
- 23 مارچ: شهرين جو عالمي ڏينهن؛
- 23 مارچ: موسميات جو عالمي ڏينهن؛
- 24 مارچ: ٽي بيءَ خلاف عالمي ڏينهن؛
- 25 مارچ: غلامن جي تڪليفن/ اذيتن کي ياد ڪرڻ جو ڏينهن؛
- 7 اپريل: صحت جو عالمي ڏينهن؛
- 17 اپريل: هيموفيليا (رت جي بيماريءَ) جو عالمي ڏينهن؛
- 18 اپريل: آثارِ قديمه (تهذيبن) جو عالمي ڏينهن؛
- 20 اپريل: وڻڪاريءَ جو عالمي ڏينهن؛
- 22 اپريل: ڌرتيءَ جو عالمي ڏينهن؛
- 23 اپريل: ڪتابن جو عالمي ڏينهن؛
- 1 مئي: مزدورن جو عالمي ڏينهن؛
- 3 مئي: صحافت جي آزاديءَ جو عالمي ڏينهن؛
- 3 مئي: ريڊ ڪراس جو عالمي ڏينهن؛
- 4 مئي: دم (سهڪي) خلاف عالمي ڏينهن؛
- 7 مئي: ڪلڻ جو عالمي ڏينهن؛
- 12 مئي: نرسن جو عالمي ڏينهن؛
- 13 مئي: ٿيليسيميا خلاف عالمي ڏينهن؛
- 15 مئي: خاندان (ڪٽنب) جو عالمي ڏينهن؛
- 17 مئي: ٽيلي مواصلات (ٽيليفون) جو عالمي ڏينهن؛
- 21 مئي: ثقافت جو عالمي ڏينهن؛
- 24 مئي: عام صحت (ڪامن ويلٿ) جو عالمي ڏينهن؛
- 25 مئي: نو آباديات خلاف وڙهندڙ حريت پسندن سان يڪجهتيءَ جي اظهار جو عالمي هفتو؛
- 31 مئي: (تماڪ) سگريٽ نوشيءَ جي خلاف عالمي ڏينهن؛
- 4 جون: جارحيت (جنسي تشدد) جو نشانو بڻجندڙ ٻارڙن جو عالمي ڏينهن؛
- 5 جون: ماحوليات جو عالمي ڏينهن؛
- 12 جون: مزدور ٻارن جو عالمي ڏينهن؛
- 14 جون: رت جي عطئي جو عالمي ڏينهن؛
- 17 جون: ڏڪار سان مقابلي جو عالمي ڏينهن؛
- 17 جون: ريگستان (صحرا) جو عالمي ڏينهن؛
- 20 جون: پناهگيرن جو عالمي ڏينهن؛
- 21 جون: موسيقيءَ جو عالمي ڏينهن؛
- 23 جون: عوامي خدمت جو عالمي ڏينهن؛
- جون جو ٽيون آچر: پيئرن جو عالمي ڏينهن؛
- جون جو پهريون ڇنڇر: ڪوآپريٽو جو عالمي ڏينهن؛
- 26 جون: منشيات جي استعمال ۽ غير قانوني پڪيڙ خلاف عالمي ڏينهن؛
- 26 جون: تشدد جو نشانو بڻجندڙ سان يڪجهتيءَ جي اظهار جو عالمي ڏينهن؛

- 5 جولاءِ: امداد باهميءَ جو عالمي ڏينهن:
- 5 جولاءِ: پوليو خلاف عالمي ڏينهن:
- 8 جولاءِ: ليڪڪن جو عالمي ڏينهن:
- 11 جولاءِ: آباديءَ جو عالمي ڏينهن:
- 31 جولاءِ: دوستيءَ جو عالمي ڏينهن:
- 6 آگسٽ: هيروشيما تي ڪيرايل بم خلاف عالمي ڏينهن:
- 9 آگسٽ: ناگاساڪيءَ تي ڪيرايل بم خلاف عالمي ڏينهن:
- 9 آگسٽ: محتاجن جو عالمي ڏينهن:
- 9 آگسٽ: ڌرتيءَ ڌڻين جو عالمي ڏينهن:
- 9 آگسٽ: (ڌرتي ڌڪاڻن) ننڌڻڪن/ لاوارثن جو عالمي ڏينهن:
- 9 آگسٽ: هنرمندن جو عالمي ڏينهن:
- 12 آگسٽ: نوجوانن جو عالمي ڏينهن:
- 23 آگسٽ: غلاميءَ خلاف عالمي ڏينهن:
- 1 سيپٽمبر: غير جانبدار تحريڪ (يوم تاسيس) جو عالمي ڏينهن:
- 8 سيپٽمبر: خواندگيءَ (تعليم) جو عالمي ڏينهن:
- 16 سيپٽمبر: اوزون جي تهه جي حفاظت جو عالمي ڏينهن:
- 21 سيپٽمبر: امن جو عالمي ڏينهن:
- 27 سيپٽمبر: سياحت جو عالمي ڏينهن:
- سيپٽمبر جو آخري ڇنڇر: سمنڊن جو عالمي ڏينهن:
- 1 آڪٽوبر: بزرگن جو عالمي ڏينهن:
- 3 آڪٽوبر: دل جي مريضن جو عالمي ڏينهن:
- آڪٽوبر جو پهريون سومر: پناهه گاهن جو عالمي ڏينهن:
- 4 آڪٽوبر: رهائش جو عالمي ڏينهن:
- 5 آڪٽوبر: استادن جو عالمي ڏينهن:
- 9 آڪٽوبر: پوسٽ جو عالمي ڏينهن:
- آڪٽوبر جي ٻي اربع: قدرتي آفتن جو عالمي ڏينهن:
- 10 آڪٽوبر: ذهني صحت (مينٽل هيلٿ) جو عالمي ڏينهن:
- 13 آڪٽوبر: جانورن جي ڀلائيءَ جو عالمي ڏينهن:
- 14 آڪٽوبر: معيار (ڪوالٽي) جو عالمي ڏينهن:
- 16 آڪٽوبر: نابينن (سفيد ڇڙي) جو عالمي ڏينهن:
- 16 آڪٽوبر: خوراڪ جو عالمي ڏينهن:
- 16 آڪٽوبر: ٻهراڙيءَ جي عورتن جو عالمي ڏينهن:
- 17 آڪٽوبر: غربت جو عالمي ڏينهن:
- 24 آڪٽوبر: گڏيل قومن جي اداري جو عالمي ڏينهن:
- 24 آڪٽوبر: ترقيءَ جي ڄاڻ جو عالمي ڏينهن:
- 24 کان 30 آڪٽوبر تائين: هٿيارن جي خاتمي جو عالمي هفتو:
- 9 نومبر: فاشزم خلاف عالمي ڏينهن:
- 10 نومبر: سائنس جو عالمي ڏينهن:
- 14 نومبر: شگر (ذيابطيس) جو عالمي ڏينهن:
- 15 نومبر: فلسفي جو عالمي ڏينهن:
- 16 نومبر: رواداريءَ (تحمل ۽ برداشت) جو عالمي ڏينهن:
- 19 نومبر: ٻارڙن تي ٿيندڙ تشدد جي بچاءُ جو عالمي ڏينهن:
- 20 نومبر: ٻارڙن جو عالمي ڏينهن:
- 20 نومبر: آفريڪا ۾ صنعتڪاريءَ جو عالمي ڏينهن:
- 21 نومبر: ملاحن جو عالمي ڏينهن:
- 25 نومبر: ٽيليويزن جو عالمي ڏينهن:
- 25 نومبر: عورتن خلاف تشدد (امتيازي سلوڪ) جو عالمي ڏينهن:
- 29 نومبر: فلسطيني عوام سان يڪجهتي جو عالمي ڏينهن:
- 1 ڊسمبر: ايڊز خلاف عالمي ڏينهن:
- 2 ڊسمبر: غلاميءَ خاتمي جو عالمي ڏينهن:
- 3 ڊسمبر: معذورن جو عالمي ڏينهن:
- 5 ڊسمبر: رضاڪارن جو عالمي ڏينهن:
- 5 ڊسمبر: اقتصادي، سماجي ترقيءَ جو عالمي ڏينهن:
- 7 ڊسمبر: شهري هوا بازيءَ جو عالمي ڏينهن:
- 7 ڊسمبر: سول ايوي ايشن جو عالمي ڏينهن:
- 9 ڊسمبر: اينٽي ڪرپشن (رشوت جي خاتمي) جو عالمي ڏينهن:
- 10 ڊسمبر: انساني حقن جو عالمي ڏينهن:
- 11 ڊسمبر: جبلن جو عالمي ڏينهن:
- 15 ڊسمبر: قيدين جي ڇوٽڪاري جو عالمي ڏينهن:
- 18 ڊسمبر: بي گهر ماڻهن جو عالمي ڏينهن: ۽
- 29 ڊسمبر: حياتيات جو عالمي ڏينهن.

**دنيا جا عجوبا** (ڪتاب): 'دنيا جا عجوبا' ڪتاب جو مرتب ۽ محقق خير محمد لغاري آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 2009ع ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ شايع ڪرايو آهي. هن ڪتاب ۾ دنيا جي مشهور عجوبن جو احوال تصويرن سميت شامل ڪيو ويو آهي، جن جي پنهنجي اهميت آهي، انهن ۾ ڪعبته الله کان پوءِ ستن قديم عجوبن کي شامل ڪيو ويو آهي، جن ۾ مصر جا اهرام وغيره شامل آهن. جڏهن ته باقي ڇهه عجوبا پنهنجو وجود وڃائي ويٺا آهن. ان ڪري انهن جون تصويرون خيالي ڏنيون ويون آهن. هن ڪتاب ۾ عجوبن جي ترتيب ڪنڊن مطابق ڏيکاري وئي آهي. هي ڊبل ڪرائون ڪتاب 137 صفحن تي مشتمل آهي ۽ ڪتاب جو مُلهه 150 روپيا آهي.




**دنيا جا عظيم افسانا** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي ناليواري اديب، ترجمي نگار، ناول نگار مراد علي مرزا جي ترجمو ڪيل افسانن تي مشتمل آهي. ٻن جلدن تي مشتمل هن ڪتاب جو هيءُ ٻيو جلد آهي، جنهن ۾ مختلف ٻولين مان ترجمو ڪيل سورهن افسانا شامل آهن. ڪتاب جي آخر ۾ افساني نگارن جي زندگيءَ جو مختصر احوال پڻ شامل آهي. هن ڪتاب ۾ سمورا افسانا پنهنجي هڪ الڳ تاريخ رکن ٿا. ڪتاب ۾ شامل افسانن




۾: نشانو، گلن جي ڪونڌي، پائر، سربيا جي هڪ رات، بلڪل آزاد، جادوءَ جو گهوڙو، انار داڻا، پڳ مٽ يار، شهزادي سوسن، پرديس ۾، چوهر مرد ۽ هڪ ڇوڪري، جاڙن جي جوڙي، مڪتب، ليليٰ مجنون، ميري روزيءَ جو پراسرار موت، ۽ پهرين اُڌام شامل آهن. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1968ع ۾ ۽ ٻيو ڇاپو 1979ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ پاران شايع ڪيو ويو. 468 صفحن تي مشتمل هن ڪرائون سائيز جي ڪتاب جي قيمت 20 روپيا آهي. هيءُ ڪتاب ترجمي نگاريءَ ۾ تاريخي حيثيت رکي ٿو.

**دُنيا جو بهترين ادب** (ڪتاب): هن ڪتاب ۾ سنڌ هند جي ناميارِي ليکڪ ۽ مترجم، جيوَت چاولا جي وڏن ليکڪن: ڪرشنچندر، سعادت حسن منٽو، حامد جلال، شِوَ ڪانت پٽاچاريه، خواجه احمد عباس، مهيندرناٿ، ولاديمير بابليڪ، ويراڪينو، چيخوف، بالزاڪ، موپاسان ۽ ٻين جون ترجمو ڪيل 23 ڪهاڻيون ۽ خود سندس 3 ڪهاڻيون شامل آهن. هن ڪتاب ۾ اردو، هندي، مرائي، روسي، بنگالي، فرينچ ۽ سنڌيءَ جون بهترين ڪهاڻيون 'دنيا جو بهترين ادب' جي نالي سان ڏنيون ويون آهن. هي ڪتاب جيوَت چاولا جي جنم ڏينهن تي، سندس ياد ۾ ڪملا چاولا، پونم چاولا ۽ انولڪي پرياڻيءَ ترتيب ڏنو آهي. هن ڪتاب جي آخر ۾ ليکڪ جي شخصي ڊائري، سنڌ ۾ ڇپيل چوند شعر وغيره به ڏنا ويا آهن.




ڊيمي سائيز جي 250 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب امرتا آنند پبليڪيشن، ممبئي (انڊيا) طرفان 1996ع ۾ ڇپايو ويو آهي ۽ ڪتاب جي قيمت 65 روپيا آهي.

**دنيا جو چڪر ۽ واپاري آزموده** (ڪتاب): ورهاڱي کان اڳ جو هي ڪتاب گنگارام تلوڪچند جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز جي ڪتاب ۾ 37 صفحا آهن ۽ هن جي قيمت 4 آنا ڄاڻايل آهي. هيءُ ڪتاب پائيبند پريس حيدرآباد مان سال 1939ع ۾ ڇپيو

**دنيا جون شاعر عورتون** (ڪتاب): هي ڪتاب انگريزي ڪتاب (The Penguin Book of Women Poets) جو سنڌي ترجمو آهي، جيڪو سنڌي ٻوليءَ جي ماهر ۽ ناميارِي ليکڪا ڊاڪٽر فهميده حسين ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ دنيا جي مشهور شاعر عورتن جا بهترين نظم شامل آهن. هن ڪتاب جي مهاڳ ۾ ڊاڪٽر فهميده حسين لکيو آهي ته: "هن ڪتاب ۾ عيسوي




سن کان به اڳي جي شاعرائن کان ولي ويهين صديءَ جي پڇاڙيءَ تائين، يونان جي سيفوءَ کان ولي هندستان جي امرتا پريتم تائين جي شاعرائن جي خيالن، جذبن ۽ احساسن ۾ هڪجهڙائي حيرت ۾ وجهندڙ آهي. هن ۾ سماجي سطح تي عورتن سان ٿيندڙ ڏاڍاين ۽ ظلمن جو هڪ لاڳيتو سلسلو نظر اچي ٿو" هن ڪتاب ۾ سنڌ مان ڪنهن به شاعره جو شعر نه هئڻ تي ڊاڪٽر فهميده صاحبه مهاڳ ۾ سنڌي شاعرائن جي شاعريءَ تي تفصيل سان لکيو آهي.

ڪتاب جا به اکر هدايت بلوچ لکيا آهن، جڏهن ته 'ڪجھ نوٽس' ناميارِي شاعر امداد حسينيءَ به لکيا آهن. هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ، جام شوري، سال 2006ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. 208 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 140 روپيا آهي.

**دنيا جون عظيم انقلابي عورتون** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي ناليواري اديب تاج جويي جو ترجمو ڪيل آهي، جنهن ۾ دنيا جي انقلابي عورتن: زرقا (فلسطين)، فاطمه محمد برناوي (فلسطين)، جميله بوپاشا (الجزائر)، زويا اناطوليا (روس)، ليو خولان (چين) ۽ نگوين ٿي چائو (ويٽنام) سميت ٻين جي احوال کي قلمبند ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ دنيا جي انقلابي عورتن جي جدوجهد تي ڀرپور روشني وڌي وئي آهي. ڪتاب جي مهاڳ ۾ سنڌ جي انقلابي عورتن جو ذڪر ڪيو ويو آهي. 106 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو، مارئي پبليڪيشن سکرنڊ 1981ع ۾ شايع ڪيو. ان جو ٻيو ڇاپو روشني پبليڪيشن ڪنڊياري 1989ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪچي جلد سان هن ڪتاب جي قيمت 20 روپيا آهي. هن ڪتاب جا ٻه ٻيا ڇاپا به شايع ٿيا آهن.




**دنيا جي حقيقت** (جلد ٻيو: ڪتاب): هيءُ ڪتاب ناميارِي ليکڪ قاضي محمد شوڪت علي قريشي هالائيءَ، عربي عالمن جي ڪتابن مان چونڊ مضمون سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري، ڇپرايو آهي. ڪتاب جو هيءُ ٻيو جلد آهي، جنهن جي پهرئين باب ۾ عربيءَ جي مشهور عالم ۽ مصنف ابوبڪر عمرو بن ابي عاصم الشيبانيءَ جي ڪتاب 'زهد و تقويٰ' مان چونڊ مضمون 'دنيا جي حقيقت' نالي سان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري ڏنا ويا آهن، جڏهن ته ٻئي مشهور مصنف ۽ عالم 'ابن ابي الدنياءَ' جي ڪتاب 'توڪل اعتماد' ۽ 'تواضح ۽ گوشه نشيني' مان به چونڊ مضمون سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري شامل ڪيا ويا آهن. ان کان سواءِ ٻئي باب ۾ دنيا متعلق آيتن ۽ حديثن جي روشنيءَ ۾ ڪجھ اهم قطا بيان ٿيل آهن. ڪتاب جي ٽئين ۽ آخري باب ۾ اهم آيتن ۽ حديثن کي



ترجمي سان گڏ ڏنو ويو آهي. ڪتاب جو پيش لفظ مترجم قاضي محمد شوڪت علي قريشي هالائيءَ لکيو آهي.




هيءُ ڪتاب سال 2004ع ۾ اداره ڪتب خانہ قاضي غلام محمد قريشي ؒ هالا پراڻا مان ڇپجي پڌرو ٿيو. رنگين ٽائيٽل ۾ ڪچي جلد سان ڊيمي سائيز جو هيءُ ڪتاب 72 صفحن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جي ڪا بہ قيمت نہ ڄاڻايل آهي.

**دنيا جي نئين طبعي ۽ ملڪي جاگرافي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب اجمل بيگ ۽ مرزا قليچ بيگ جو مرتب ڪيل آهي. هيءُ ڪتاب ورنيڪيولر فائينل، ٽريننگ ڪاليج ۽ انگريزي پڙهندڙ شاگردن لاءِ ملڪي جاگرافي ۽ نئين طبعي ڄاڻ مهيا ڪري ٿو. هن ڪتاب جي فهرست ۾ پراڻي ۽ نئين دنيا، وصفون، نقشو ڪڍڻ ۽ سمجهڻ، ڪشش ثقل، نظام شمسي، سيار، چنڊ، زمين جي شڪل، پکيڙ، ڦيرا، ڏينهن، رات ۽ موسمون، وغيره عنوان شامل آهن. هن ڪتاب ۾ 22 باب آهن. ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب ۾ 501 صفحا آهن ۽ هن ڪتاب جو ملهہ 3 روپيا آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1951ع ۾ شايع ٿيو.

**دنيا دو رنگي** (ڪتاب): سنڌي ادب جي هن مشهور ڊرامي/ ناٽڪ جو مصنف غلام نبي خان 'آغا' آهي. هيءُ ڊرامو بنيادي طور اسٽيج ڊرامي طور لکيل آهي، جيڪو اٺن پردن تي مشتمل آهي. مصنف ڪمال فن سان هيءُ ڊرامو نظم جي دلڪش پيرايي ۾ لکيو.

هيءُ ڊرامو/ ناٽڪ سماجي پسمنظر ۾ هڪ رومانوي داستان سان گڏ هيٺئين طبقي جي احساس ڪمترين جي مڪمل تصوير آهي. نظم ۾ سرجيل هن ڊرامي ۾ ليڪ بيت، غزل، نظم، آزاد نظم ۽ نظميہ نثر جو استعمال ڪيو آهي. ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1960ع ۾، جڏهن تہ ٻيو ڇاپو 1992ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شوري ڇاپيو آهي. ڪتاب ۾ 'ناشر طرفان' بہ لفظ' محمد ابراهيم جويي جا لکيل آهن ۽ ناشر طرفان نوٽ امداد حسينيءَ جو آهي. 200 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز ۾ ڪچي جلد سان ڇپيل هن ڪتاب جي قيمت 20 روپيا آهي.

**دنيا رنگ رنگيلي** (ڪتاب): هي هند ۾ رهندڙ سنڌي ٻوليءَ جي ڪهاڻيڪار هرڪشن سامتاڻيءَ جي ڪهاڻين جو مجموعو آهي. هن ۾




ليکڪ جون 9 ڪهاڻيون: پنور، انڌو موڙ، ڪلجڳ آ ڪلجڳ، وويڪ، وڏي، بس ڳالهہ بہ ايتري، آواز پرواز جو آخر جوالا مُکي ڦاٽو ۽ ڪچي مٽيءَ جو دلو، شامل آهن. ڪتاب جو مهاڳ برک ليکڪا ريتا شهاڻيءَ لکيو آهي. هوءَ لکي ٿي تہ، "سندس سموريون ڪهاڻيون سنڌي سماج سان واڳيل آهن ۽ تاجي پيٽو اهڙو تہ ڦهڪيل آهي، جو ڪا بہ تند هن ڪئنواس ۾ نہ اٽڪيل آهي، نہ لٽڪيل آهي." ڪهاڻين ۾ لوڀي سماج جو نقاب لاٿل آهي. اجوڪن ٻرندڙ مسئلن تي عمديون ۽ اثروار ڪهاڻيون آهن. ڊيمي سائيز جي 126 صفحن جو هي ڪتاب نوبل پرنٽرس پوني (انڊيا) طرفان ڇپيل آهي. مئي 2000ع ۾ شايع ٿيل هن ڪتاب جي قيمت 60 روپيا آهي.

**ڏُو/ ڏُوءُ**: هيءُ درياهہ جي هڪ ڇيلري مڇي ٿئي ٿي، جيڪا ڏيڍ انچ ڊيگهہ ۾ ۽ جسامت ۾ تمام سنهي ٿئي ٿي.

**دو آبو** (ديهہ): هي ضلعي دادو تعلقي جوهي جي هڪ ديهہ آهي، جنهن ۾ گل ٻيہر، تاجو ٻيہر ۽ لعل بخش ٻيہر نالي بہ ڳوٺ آباد آهن.

**دوآبي**: تعلقي ۽ ضلعي دادوءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: دوآبي، الهندو مستوئي، چاڪراڻي لنڊ، رحيم ڏنو لنڊ، چاڪر خان لنڊ، طيب خان لنڊ، پاڳت لنڊ، مڏو ماڇي ۽ غلام حيدر لنڊ.

**دو آبو [1]** (ديهہ): تعلقي قمبر جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:
ڇڄڙا، هوت ڏهوت، راضي ڳوڙ، پير محمد ميتلو وسريو ميمڻ، علي بخش، صابل شاهہ، جاگيراڻي.

**دو آبو [2]** (ديهہ): تعلقي ساماري، ضلعي عمرڪوٽ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ چوڌري عبدالغني، چوڌري ابراهيم، چوڌري عنايت الله، پڌريو فارم، مير الله بچايو ۽ ڪالو پوتراڻي ڳوٺ آباد آهن.

**دو آبو [3]**: هيءُ قديم ڳوٺ آهي، جيڪو دادو شهر کان ڏکڻ ۾ ڇهن ستن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آهي، جنهن جو ذڪر چچنامي ۾ بہ ملي ٿو. هن ڳوٺ کان درياهہ ٻن حصن ۾ ورهائجي وهندو هو. هڪ درياهہ موجوده خداآباد جي اوير ۾ وهندو هو ۽ هڪ پراڻو درياهہ گهيري واري ڍنڍ وٽان وهندو هو. جنهن مان اُها ڍنڍ ٺهي. تاريخ معصوميءَ موجب اها ان زماني ۾ دادوضلعي جي اولهہ اوير ندي پاسي واقع هئي. ان جي ڏکڻ پاسي راجا ڏاهر هڪ قلعو ٺهرايو هو جنهن جو محافظ جاسين شمني هو عربن جي لشڪر جڏهن درياهہ پار ڪيو هو تڏهن پهرين لڙائي ساڻن جاسين ڪئي. دوآبو ڳوٺ بہ درياهيءَ جي وچ ۾ هو ان ڪري هن درياهي وهڪرن واري تاريخي يادگار ڳوٺ کي دوآبو سڏيو ويو. جيڪو 712ع جو يادگار ڳوٺ آهي.

دوآبي پرسان هڪ قديم ڊورو 'ڪيڏڻ' بہ نڪرندو هو ان لاءِ ٻہ بيت بہ ملن ٿا. ميرن جي دور ۾ دوآبي وارو بند پڃي پيو هو سو سرڪاري ماڻهن

ڪي بڌڻ لاءِ پر وارن ڳوٺن مان چيڙون ڪري آيا. ڳوٺاڻن ٻہ ٽي جھوليون پري گھاري ۾ مٽي اڇلائي هئي. ان چيڙ ۾ هڪ مست فقير ڪي بہ جهلي وٺي آيا هئا. جنهن ڪان بہ جهوليون اڇلرايون ويون. پر گھارو بند نہ ٿيو ۽ ان بيت چيا. جيڪي هن ڏوري جي ثابتيءَ لاءِ اهم دستاويز آهن:

باڊ پيا بند ڪي دوابي ڪان دڙڳ،
جهولين ڪن جهڙڳ تہ بہ ڪنيو وجي خداآباد ڪي!

—

ڪڏ، ڪو ڪڙڪو، دوآبو ٿيو دڙو،
پيو جو ڳڙو، سو ڪنيو ويو خداآباد ڪي.

درياھ جا چڙهيل نياڻ برسات جي پاڻيءَ ۾ وهندا هئا تہ ڳوٺن جا ڳوٺ ٻوڙي ڇڏيندا هئا. سنڌوءَ جا سڪل ۽ چڙهيل نياڻ بہ ڪڏهن ڪڏهن سنڌوءَ واري مستيءَ جا منظر ڏيکاريندا هئا.

**دوا:** دوا جي لغوي معنيٰ سُتي، ڦڪي، دارون، درمل ۽ علاج آهي. بيماريءَ، ڦٽ ۽ روڳ جي علاج لاءِ يوناني يا ديسي طب توڙي ڪيميائي مرڪبن سان ٺهيل، گورين ۽ شربت کي اصطلاح جي معنيٰ ۾ 'دوا' چئبو آهي. بيماريءَ جي علامتن موجب ان جو علاج دوا سان ڪبو آهي. بيماريءَ جي تشخيص ڪان پوءِ دوا واپرائڻ سان جسم کي متاثر ڪندڙ جيوڙي کي مارڻ جو ڪم ڏيندي آهي.

جسم جي مٿان هڻڻ وارين دوائن ۾ ملم، ڪريم، لوشن، جيل، پائوڊر وغيره اچن ٿا.

عام طور دوائن کي ٽن قسمن ۾ ورهايو ويو آهي:

1. انگريزي دوائون (Allopathic Medicine).
2. يوناني دوائون (Herbal).
3. هوميوپيٿڪ دوائون (Homeopathic).

انگريزي دوائن جي هيٺينءَ ريت اسم بندي ڪئي وئي آهي. انگريزي دوا جا ٽي نالا ٿين ٿا:

**(i) ڪيميائي نالو:** دوا جو ڪيميائي نالو دوا جي ڪيميائي بناوٽ تي مشتمل هوندو آهي، **(ii) جينياتي نالو:** دوا جو هيءُ جنسي نالو با ضابط طور هوندو آهي، جيڪو دوائن جي ڪتاب ۾ ڏنل هوندو آهي، **(iii) مالڪي نالو:** هيءُ نالو دوا ٺاهيندڙ ڪمپنيءَ طرفان دوا تي رکيو ويندو آهي.

سُور جي مشهور دوا ڊسپرين جو ڪيميائي نالو 'ايسي ٽائيل سيلي سائلڪ ائسڊ' آهي، جڏهن تہ جينياتي نالو ائسپرين ۽ مالڪي نالو ڊسپرين آهي. مختلف ڪمپنين طرفان دوائن جا مختلف نالا هوندا آهن ۽ مارڪيٽ ۾ هڪ دوا ڪيترين ئي دوا ٺاهيندڙ ڪمپنين طرفان وڪرو ٿيندي آهي.

**دواسازي (Pharmacy):** طب ۽ ڪيميائي علم جي مدد سان مختلف مرڪبن سان ٺاهيل دوائن ۽ انهن جي محفوظ ۽ موثر استعمال کي دواسازي (Pharmacy) سڏجي ٿو. Pharmacy لفظ يوناني ٻوليءَ جي لفظ Pharmakon مان اخذ ٿيل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي دوا/ دوائون. ان کي فارسيءَ ۾ دواسازي ۽ جرمن ٻوليءَ ۾ Apotheke چئبو آهي، جيڪو انگريزي لفظ Apothecary مان نڪتل آهي. هندستان ۾ هن علم کي 'ويدڪ' ۽ مغربي ملڪن ۾ عام طور فارميسي (Pharmacy)، فارميسيوٽڪس (Pharmaceutics) يا ڊسپينسنگ (Dispensing) چوندا آهن.

دواسازيءَ (Pharmacy) جو اصطلاح ڀھريون پيرو 15 ڪان 17 عيسويءَ ڌاري متعارف ٿيو. دواساز (Pharmist) هڪ عام ڊاڪٽر وانگر طبي مشورا ڏين ٿا. ان ڪان سواءِ اهي مختلف جڙي ٻوٽين ۽ ڪيميائي جزن کي ملائي ڪيترين ڪارآمد دوائون ٺاهين ٿا، جيڪي جديد طبي گهرجون پوريون ڪن ٿيون. عالمي صحت جي اداري (WHO) جي هڪ رپورٽ موجب دنيا ۾ 2.6 ملين دواساز ڪم ڪري رهيا آهن. ملڪي سطح ڪان عالمي سطح تائين ڪيترين دواساز جماعتون هن شعبي کي فعال بنائڻ ۾ مصروف آهن. انهن ۾ عالمي فارماسيوٽيڪل فيڊريشن، برطانيا جي رائل فارماسيوٽيڪل سوسائٽي، فارميسي گلڊ آف آسٽريليا، آمريڪن فارماسيوٽيڪل ايسوسيئيشن ۽ پاڪستان فارميٽڪس سوسائٽي وغيره شامل آهن.




دواسازيءَ (Pharmacy) جي شعبي کي جديد ٽيڪنالاجيءَ وڏي ترقي ڏياري آهي، جنهن ذريعي دواسازيءَ جي ڪيترين ئي پيچيدگين کي آسان بڻائي لاعلاج بيمارين جو علاج ممڪن بڻايو ويو آهي. عملي طور دواسازي جن شعبن ۽ بيمارين جي علم سان وابستہ آهي، تن ۾ اسپتالون، ڪلينڪون، نرسنگ هوم، چرين جون اسپتالون تہ اچن ٿيون. پر مختلف بيمارين جا علم بہ اچن ٿا، جهڙوڪ: هڏن جي بيمارين جو علم (Onocology)، ٻارن جي بيمارين (Pediatics)، رت جي بيمارين (Hemotology) ۽ ٻين ڪيترن اهم وبائي بيمارين متعلق ڄاڻ ۽ علاج جا شعبا وغيره.

دواسازيءَ جي اهم قسمن ۾ ڪميونٽي دواسازي (Community Pharmacy)، اسپتال سان لاڳاپيل دواسازي (Hospital Pharmacy) ڪلينڪل فارميسي (Clinical Pharmacy)، ڪمپائونڊنگ فارميسي (Compouding Pharmacy)، ڪنسلٽنٽ فارميسي (Consultant Pharmacy)، انٽرنيٽ فارميسي (Internet Pharmacy)، ويٽرنري فارميسي (Veterinary Pharmacy)، نيوڪليئر فارميسي (Neuclear Pharmacy) ۽ ملٽري فارميسي (Military Pharmacy) وغيره شامل آهن.

**ڪميونٽي دواسازي** (Community Pharmacy): هن فارميسيءَ جي طريقن ۾ دواساز پنهنجي پيشي ڪان سواءِ هڪ ڊسپينسري / طبي دواخانو بہ هلائي ٿو اتي مختلف قسم جون دوائون ملنديون آهن. هن قسم جو ڀھريون دواخانو 750ع ڌاري مسلمان دواسازن بغداد ۾ کوليو هو.

**اسپتالن سان لاڳاپيل دواسازي (Hospital Pharmacy)**: اسپتالن ۾ دواسازيءَ ۽ ڪميونٽي دواسازيءَ ۾ ڪجھہ فرق آهي. اسپتالن سان وابستہ دواساز اڪثر دواسازيءَ جي خاص شعبن ۾ مهارت رکندا آهن. هنن جي پنهنجي شعبي ۾ هڪ خاص قسم جي تعليم ۽ تربيت ورتل هوندي آهي، جڏهن تہ ڪميونٽيءَ دواساز گهڻي ڀاڱي دوائن جي خريد فروخت ۽ گراهڪن جي مسئلن سان لاڳاپيل هوندا آهن.

**ڪلينڪل فارميسي (Clinical Pharmacy)**: ڪلينڪل فارميسيءَ سان وابستہ دواساز، مريضن جو سڌوسنئون علاج (Direct Treatment) ڪن ٿا. اهي صحت کي بهتر بنائڻ، بيمارين کي روڪڻ لاءِ خاص دوائون تجويز ڪن ٿا. هي دواساز بہ اسپتالن ۽ ڪلينڪن ۾ وڏن ڊاڪٽرن سان گڏجي ڪم ڪن ٿا.

**ڪمپائونڊنگ فارميسي (Compounding Pharmacy)**: هن دواسازيءَ جي طريقي موجب هڪ دوا کي هڪ صورت مان ٻيءَ شڪل ۾ تبديل ڪيو وڃي ٿو. مثال طور: جيڪڏهن هڪ دواساز هڪ گوري ناهي ٿو جيڪا گهڻا مريض ڳهڻ ۾ تڪليف محسوس ڪن ٿا تہ ان کي مٿئين عمل ذريعي اهڙو آسان بڻايو ويندو آهي، جو اها گوري مريض ڳهڻ بجاءِ چوسي سگهي.

**انٽرنيٽ فارميسي (Internet Pharmacy)**: هر سال سڄي دنيا ۾ ہ هزار نون دواسازن جو اضافو ٿيندو رهي ٿو. هيءَ دواسازيءَ جو طريقو بہ ڪميونٽي دواسازيءَ واري طريقي سان گهڻي مشابهت رکي ٿو. فرق اهو آهي تہ ڪميونٽي دواسازيءَ واري طريقي ۾ دواخاني تي وڃي دوا وٺڻي پوندي آهي. جڏهن تہ انٽرنيٽ فارميسي ذريعي گهر ويٺي دوا گهرائي سگهجي ٿي. جديد دور ۾ ماڻهو ان آسان ۽ وقت بچائڻ ڪري پسند ڪن ٿا. ڪئناڊا اهڙن سوَن لائيسنس مليل دواسازن جو ملڪ آهي.

**وٽرنري فارميسي (Veterinary Pharmacy)**: هن دواسازيءَ جي طريقي سان جانورن جي بيمارين جي تشخيص ۽ مرضن جو علاج ڪيو وڃي ٿو. وٽرنري دواسازيءَ کي عام دواسازيءَ کان الڳ رکيو وڃي ٿو.

**نيوڪليئر فارميسي (Nuclear Pharmacy)**: هن طريقي هيٺ Radioactive Rays ذريعي مريض جي تشخيص ڪري علاج ڪيو وڃي ٿو.

ان کان سواءِ هن وقت دنيا جي مختلف ملڪن ۾ دواسازيءَ جي حوالي سان وڏا وڏا ادارا قائم ٿيل آهن. جن ۾ عالمي دواسازيءَ جي گڏيل ملڪن جو انتظام (فيڊريشن) بہ شامل آهي. دواسازيءَ بابت جرمني، برطانيہ، چين، سينگاپور، ملائيشيا، آمريڪا، ڀارت ۽ پاڪستان ۾ ڪارخانا بہ موجود آهن. دنيا جي اڪثر ملڪن جي يونيورسٽين جيان سنڌ ۾ بہ سنڌ يونيورسٽي، ڪراچي يونيورسٽي، لطيف يونيورسٽيءَ ۾ بہ فارميسيءَ جو علم پڙهايو وڃي ٿو.

**دوارڪا**: دوارڪا، ڀارت جي هڪ شهر ۽ تيرٿ جو نالو آهي، جتي ساڌو ۽ زائرين ياترا لاءِ وڏا ڪشالا ڪڍي ويندا آهن. دوارڪا جو ذڪر ويدن ۾ 'دواروتي' طور ملي ٿو. دواروتي يا دوارڪا لفظ 'دوار' تان ورتو ويو آهي، جنهن جي معنيٰ در، دروازو يا لنگهہ آهي.

دوارڪا شهر ۽ مندر سان منسوب دوارڪا بيٽ، ڪڇ واري نار کان هندستاني سرحد ۾ گجرات رياست ۾ آهي. جيڪو هن وقت 'جام نگر' ضلعي ۾ شامل آهي.

شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي رسالي جي سُر رامڪليءَ ۾ ذڪر هيٺ آيل ماڳن مڪانن ۾ هن قديم ماڳ دوارڪا/ ڏٺارڪا جو ذڪر بہ آهي:

نانگا نانيءَ هليا، هنگلاجا هلي،
ديکي جن دوارڪا، مهيسن ملهي،
آڳہ جن علي، آءُ نہ جيئندي اُن ريءَ.

*(حوالو: شاهواڻي، غلام محمد، شاهہ جو رسالو سُر رام ڪلي، بيت نمبر: 27، ص: 1031)*

هن وقت دوارڪا هڪ آباد ۽ جديد شهر آهي، جيڪو سنڌ جي ڪڇ واري نار کان گجرات رياست جو هڪ ننڍڙو بيٽ تصور ڪيو وڃي ٿو هتي هندو ڌرم جي پوڄارين ۽ عقيدتمندن لاءِ مقدس ماڳ جو رتبو رکي ٿو



دوارڪا بيٽ جو ذڪر ويدن ۾ بہ آهي ۽ اُن وڏي مندر جي حوالي سان مشهور آهي، جنهن ۾ دوارڪانات يعني شري ڪرشنا جو بُت رکيل آهي. تمام آڳاٽي وقت کان دوارڪا جو بيٽ انهيءَ مندر جي حوالي سان ئي ڄاتو ويندو هو، جو تہ سڄي ننڊي ڪنڌ جا هندو ياتري هتي درشن لاءِ ايندا هئا.

لطيف سائين بہ جوڳين سان گڏجي مشاهدو ماڻڻ لاءِ هن بيٽ ۽ تيرٿ آستان تي ويو. شاهہ سائين ٻيج کان مانڊوي، ڪڇ وارو نار اُڪري، دوارڪا پهتو هو.

ڀٽائيءَ پنهنجي رسالي ۾ هالاري ڪپڙي جو ذڪر ڪيو آهي، جنهن جو رنگ ڇنو ٿئي ۽ ڪڏهن بہ نہ ڦٽندو آهي، سو بہ ڪڇ ۽ دوارڪا ۾ ٺهندو هو. چاڪاڻ تہ ان وقت تہ هالار پرڳڻو ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ جو حصو هو.

قديم شهر دوارڪا بابت هڪ راءِ اها بہ آهي تہ هيءَ شهر رام ڪرشن جوڙايو هو هن زندگيءَ جا 78 سال تياڳ وٺي هتي تمام گهڻن ماڻهن کي ڌرم جي ڄاڻ ڏني هئي هيءَ بہ عين ممڪن آهي تہ ان جي عقيدتمندن هن بيٽ کي آباد ڪري، هتي مندر جوڙايو هجي، چاڪاڻ تہ هن وقت جتي مندر جڙيل آهي، اهو ان هنڌ آهي، جتي هڪ شڪاريءَ رام ڪرشن کي تير هنيو هو. ان ماڳ کي مول دوارڪا بہ چوندا آهن. جو تہ مهاڀارت واري دور ۾ اصلوڪي دوارڪا شهر کي سمنڊ پائي ويو هو. جيڪو ويراوال مندر کان اوڀر طرف ٽيهارو ڪلوميٽرن جي پنڌ تي هو. هن وقت بہ اتي

رنڇوڙ جيءَ جو مندر آهي، جتي هر سال درشن لاءِ هزارين ياتري اچن ٿا. هن وقت دوارڪا جو جيڪو شهر ۽ مندر موجود آهي، سو سورهين صدي عيسويءَ ۾ ستون ڀيرو ٺهيو هو. ساموندي طوفانن ۽ آفتن سبب دوارڪا جو ٻيٽ ڇهه ڀيرا لپيٽ ۾ آيو ۽ تباهه ٿيو.



دوارڪا مندر ۾ اڄ به ڪاري رنگ جي پٿر جو شري ڪرشن جو پتلو رکيل آهي، جيڪو هڪ گهوٽ جي روپ ۾ ٻيهاريل ڏسجي ٿو ۽ گهڻن زيورن سان سينگاريل آهي. هن مندر جي عمارت پنج ماڙ آهي ۽ سموري عمارت ڪي سَٺن ٿنڀن تي بيهاريو ويو آهي. هيءَ تاريخي ۽ مذهبي عمارت ڏسڻ وٽان آهي. دوارڪانات مندر ڪي ٻه لنگهه يا دروازا آهن. جن ۾ داخل ٿيڻ واري دروازي 'سورگيه دوار' (جنت جو در) ۽ ٻاهر نڪرڻ واري دروازي ڪي 'موڪش دوار' (آزاديءَ يا مڪتيءَ جو در) ڪوٺيو ويجي ٿو. مندر جي چوٽيءَ تان گومتي نديءَ جو سمنڊ ۾ ڇوڙ وارو نظارو ڏسي سگهجي ٿو. هيءُ مندر ٻنهه اوچو ٺهيل آهي ۽ قديم تعميراتي فن جو شاهڪار لڳي ٿو. مندر واريءَ ۽ لائيم اسٽون سان جوڙيو ويو آهي.

دوارڪا ڀرسان گومتي دوارڪا به آهي. گومتي دوارڪا ۽ مول دوارڪا وچ ۾ هڪ گوپيءَ جو تلاءُ آهي. (گوپيون اهي خدمت گذار عورتون هيون، جيڪي شري ڪرشن سان نندي هوندي پريم ليلائون ڪنديون هيون.) هن گوپيءَ واري تلاءُ ڪي به هندو ياتري ۽ پوڄاري وڏي عقيدت جي نگاهه سان ڏسن ٿا. ان کان سواءِ هن وقت دوارڪا ۾ پوليناٿ جو مجسمو به رکيل آهي، جيڪو دوارڪا ايندڙ ياترين جي ڇڻ آجيان ڪري ٿو. شري ڪرشن جي راڻي رڪمڻي ديويءَ جو مندر به دوارڪا جي آسپاس آهي، جتي ٻيڙين تي ويڻو پوي ٿي. هي اهم مندر پڻ فن تعمير جو هڪ نادر نمونو آهي. ان کان سواءِ واسديو مندر، ديوڪي مندر، بلرام مندر، سپادرا ديوي، ستيا ڀما ديوي ۽ ٻيا مندر به هتي موجود آهن. دوارڪا هن وقت هندستان ۾ هندو مذهب جو ستون نمبر وڏو تيرٿ آستان آهي. دوارڪا ٻيٽ/ شهر هن وقت هندستان جو وسندڙ ۽ آباد شهر آهي. جتان جي آبادي هزارن ۾ آهي. ياترين جي سهولت لاءِ ريلوي رستا پڻ موجود آهن.

**دوارڪا داس سنتاڻي:** الهاس نگر جي مشهور سماجي ۽ سياسي اڳواڻ ۽ ناميارو قانوندان، دوارڪا داس سنتاڻيءَ، 17 ڊسمبر 1928ع تي، ٽرڙي حاجران (ضلعي لاڙڪاڻي، سنڌ) ۾، نامداس سنتاڻيءَ جي گهر ۾ جنم ورتو. نامداس پنهنجي پٽ دوارڪا داس جي تعليم تي خاص ڌيان ڏنو. ٻي مهاڀاري لڙائيءَ (45-1939ع) دوران دوارڪاداس لاڙڪاڻي هاءِ اسڪول ۾ پڙهندو هو. سندن گهر ۾ ٻه چار اخبارون انڊين هيون ۽ گهر ڀرسان تجرباغ ۾ لائبريءَ ۾ به وڃي پڙهندو



هو ۽ اُن وقت جي تاريخي ۽ بدلجندڙ سياسي ۽ سماجي حالتن جي اڀياس جو ڪيس چڱو موقعو ملندو هو. ٻي مهاڀاري لڙائيءَ دوران يورپي ملڪن جي هڪٻئي سان جنگين ۽ آخر ۾ جپان جي ٻن شهرن هيروشيما ۽ ناگاساڪيءَ تي ائٽم بم جي حملن سندس من ۾ جنگ ۽ تشدد خلاف نفرت ڪي جنم ڏنو ورهاڱي بعد جڏهن سندس والدين الهاس نگر ۾ اچي آباد ٿيا ته هن پنهنجي تعليم جاري رکي، بي. اي، ايل. ايل. بي ڪرڻ سان گڏ صحافت ۾ به ڊپلوما ڪيائين ۽ وڪيل بنجي وڏي شهرت حاصل ڪيائين. سندس الهاس نگر سان گڏ ڀارت جي ناميارن وڪيلن ۾ شمار ٿئي ٿو. هن نئين صنعتي شهر الهاس نگر ۾ سماجي ۽ سياسي ڪمن ۾ سرگرميءَ سان حصو وٺي نالو ڪمايو. ڪيرت ٻاٻاڻي، موهن ڪلپنا، ارجن سڪايل ۽ ٻين ترقي پسند اديبن سان سندس ويجهو واسطو رهيو.

دوارڪا داس سنتاڻي، الهاس نگر ڪلياڻ ڪاري پئنچائت جو رواج، لاڙڪاڻي پئنچائت جو جنرل سيڪريٽري، ائنٽي ڪميونل فرنٽ ڀيونڊيءَ جو صدر، انساني اتحاد تنظيم جو صدر، آل انڊيا پيس ۽ سالڊيرٽي آرگنائيزيشن الهاس نگر جو صدر به رهيو آهي. هن آل انڊيا سطح جي ڪيترن سيمينارن ۾ سماجي، مقامي ۽ عالمي امن بابت سيمينارن ۾ شرڪت ڪري ڪيترا انعام به حاصل ڪيا آهن. موهن ڪلپنا جي برپا ڪيل جيئي سنڌي سڀا به هن ڪي اوارڊ سان نوازيو آهي. هي هند ۽ پاڪ جنگ، عالمي جنگين ۽ دهشتگرديءَ خلاف ۽ هندو مسلم اتحاد ۽ ڀارت روس دوستيءَ جي حمايت ۾ ڪيترا جلسا ۽ سيمينار ڪرائي چڪو آهي. ڀيونڊيءَ ۾ 1970ع ۽ 1974ع دوران ٿيل وحشيانه فرقيوار فسادن سندس دل ڪي ڏاڍو رنجايو جن دوران انصاري باغ ۾ پناهه ورتل ٽيهارو ماڻهو جيئرا ساڙيا ويا هئا ۽ انگائي ڳوٺ جي هڪ عورت رتنا انور شيخ جي 25 ڄڻن عصمت دري ڪئي هئي. دوارڪا داس انهن واقعن ۽ ڀارتي تهذيب جي روڳي پٽي خلاف ڪافي مضمون لکيا. ان کان سواءِ عالمي امن جي حمايت ۾ ۽ دنيا اندر جنگي ماحول خلاف ڪيترا مضمون ۽ ڪتاب لکي ڇپايا. سندس ٻه اهم ڪتاب: (1) وشو شانتي ڇو؟ (امن ۽ جنگ جي مختلف رخن تي ليکن جو مجموعو: 1964ع)، ۽ (2) انساني برادري (1987ع) ڇپيل آهن. جن ۾ ارجن سڪايل ۽ ڪيرت ٻاٻاڻيءَ جا تاثراتي ليک شامل آهن.

**دواڻ (مڇي):** دواڻ، سمنڊ جي مڇي آهي، جنهن جي پٺيءَ تي ڇلر نه ٿيندا آهن. هن جو منهن نڪتل، پيٽ سهڻو، وات جي جاڙيءَ مٿان اکيون، اڃا ۽ ڪارا چمڪندڙ پٺا ۽ پٺيءَ تي هڪ ابو ڪنڊو ٿيندو آهي. هن جو بت گولائون ٿئي ۽ ان ڪي ٻه ڪندا هڪ ڪنهڙ ڪان هيٺ ۽ ٻيو پٺيءَ واري اُپي ڪنڍي جي سڌائيءَ ۾ ٿئي. هن ڪي ڪنهڙ سان گڏ ٻه پنڪ به ٿين. هن جو رنگ ڪارو ٿئي ٿو هن جي ڊيگهه 9 فوٽن ڪان مٿي ۽ وزن اٺ نو ڪلو ٿئي ٿو.

**دوباهه** (*Oystercatcher/ Haematopus ostralegus*): 43 سينٽي ميٽر جسامت جو هيءُ پکي اڇو ڪارو، تتر جيترو ٿئي ٿو. هن پکيءَ جا نر ماد هڪجهڙا ٿين ٿا. هن جي پٺي، مٿو ڳچي ۽ پَرَ ڪارا ٿين. باقي جسم اڇو



ٿئي. هن پکيءَ جي چهنب ڏگهي ۽ نارنگي ڳاڙهي ٿئي، جنهن سان پن ۽ ڪوڏن جي اندرين ڳِرَ ڪڍي کائيندو آهي. هي پکي وقفي وقفي اهڙي تيزچيخ ڪندو آهي، جو آسپاس موجود جاندارن جو ڌيان ڇڪجي ويندو آهي. دوباهه کي Oystercatcher (سِپ خور) به چوندا آهن. هي پکي سخت ڪوپي واري سپ جو ڳِرَ ڪڍي کائي نه سگهندو آهي، پر ٻين سپين ۽ ڪوڏن جو ڳِر ڪڍي کائيندو آهي. هي پکي ڪراچيءَ ويجهو سامونڊي ڪنڌين ۽ ٽڪرين تي سياري ۾ ڏسبو آهي. ولرن ۾ رهندو آهي ۽ مئي ڌاري موٽي ويندا آهن ۽ ڪي ترسي پوندا آهن. هنن جي واڌويجهه جا هنڌ ڪئسپين سمنڊ ۽ ڪاري سمنڊ جا ڪنارا آهن.

**دوبن/دبان گهاٽي**: هي ماڳ تعلقي ٿاڻي بولا خان، ضلعي جامشوري ۾ 25°26´60´´ اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 67°46´67´´ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي موجود آهي. هن ماڳ مان ڏاتو- پٿر دؤر جا آثار ملن ٿا. هي ماڳ لاکير ٽڪريءَ جي اڀرندي دامن ۾ آهي ۽ ماڳ ٽن ايڪڙن ۾ اتر- اوڀر ڊيگهه سان پکڙيل آهي. هتي وڏي تعداد ۾ ٺڪرائو موجود آهي ۽ پٿر جي سنگريزن مان ٺهيل اوزار به ملن ٿا.

**دو تارو**: هي لوڪ موسيقيءَ جو تارن وارو ساز آهي، جنهن ۾ ٻه تارون ٿين. دوتارو سنڌي ساز آهي، جيڪو بنگال جي دوتاري کان ڌار آهي. بنگال جو دوتارو ڪابلي رباب جهڙو آهي. سنڌي دوتاري ۾ ٻه تارون ٿين، پر هڪ تار، ٻيءَ کان ٿورو هيٺ ٿيندي آهي ۽ ڦڻڪ ڀرين هيٺينءَ تار کي لڳندي آهي، پوءِ ساڄي مٿينءَ تار کي لڳندي آهي ۽ موٽ تي مٿينءَ تار کي لڳي، پوءِ هيٺينءَ تار کي لڳندي آهي، جنهنڪري تارن جي جهانءِ متل رهندي آهي. هن ساز ۾ هڪ تار تال يا لئي جهلائڻ ۽ ٻي تار آس جو ڪم ڏيندي آهي.

**دوٽڙ** (مڇي): دوٽڙ، سامونڊي مڇي آهي، جيڪا ڏنڊيو مڇيءَ جهڙي ٻي ٻولي ٿئي، پر ڏنڊيو هن کان ويڪري ۽ ڊيگهه ۾ ننڍي ٿئي. دوٽڙ کي پيلا چلر ٿين. هن جي پيچ جا ڪنڊا ۽ ڪريل ٿين ۽ پٺيءَ تي ڊگهو جهاليدار پنڪ ٿئي. هن کي مقعد وٽ به هڪ پنڪ ٿئي. هن جو وات ننڍو ٿئي، پر ڪنهڙ ويڪرو ٿي گولائيءَ ۾ ڦري اچي ٿو. ڪنهڙ جي ٻنهي پاسي هڪ ننڍو پنڪڙو (Fan) ٿئي. هيءَ مڇي ڊيگهه ۾ ٻه فوٽ ۽ تور ۾ چار پنج ڪلو ٿئي ۽ کائڻ ۾ لذيذ ٿئي ٿي. دوٽڙ ابراهيم حيدري ۽ ٻين سامونڊي ڪنارن تي وڏي تعداد ۾ مرندي آهي ۽ سنڌوءَ ۾ نه ٿي چڙهي.

**دوحا**: 'الدوحہ' ڏکڻ قطر جي گاديءَ جو هنڌ وڏو شهر آهي. هتي گهَري پاڻيءَ جو هڪ وڏو بندرگاهه آهي، جيڪو 1969ع ۾ کوليو ويو هو. هيءُ خليج فارس جي ملڪن جي ڪارگو سروس لاءِ مرڪز جو ڪم ڏئي ٿو. قطر جي ڪل آباديءَ جو اڌ کان وڌيڪ دوحا ۾ آباد آهي. 1916ع ۾ قطر برطانيا جي هٿ هيٺ هو. 1949ع ۾ ام سعيد مان پيٽروليم جي برآمد



شروع ٿيڻ تي دوحا تيزيءَ سان ترقي ڪئي آهي. 1971ع ۾ دوحا قطر جي خودمختيار رياست جو گاديءَ جو هنڌ بڻيو.

**دو خطي/ دوخطي چوتار**: دوخطي، سنڌ ۾ ٺهندڙ ڪپڙي جو گلبدن واري نموني سان ملندڙ ڪپڙو آهي. گلبدن ۾ هڪ ليڪو ۽ هن ۾ ٿوري وڇوٽيءَ تي ٻه اڇا ليڪا گڏ ٿيندا آهن. دوخطي چوتار ۾ به اڇا ليڪا گڏ ٿيندا آهن، پر هر ليڪي ۾ چار تارون ٿينديون آهن، جن کي 'جَربي' به چئبو آهي.

**دوداپور**: ڳڙهي خيري تعلقي جو سڀ کان وڏو شهر دوداپور اڳوڻي وزيراعظم شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي ڀڙڏاڏي دودا خان ڀٽي تعمير ڪرايو هو. ڀٽي خاندان مان ڪيترن جا گهراڻا به هت آباد آهن.

**دوداڻي** (ذات): دوداڻي سنڌ ۾ هندو توڙي مسلمانن جي هڪ ذات آهي. هندن جي ذات وارا 'هرچپال' نک سان واسطو رکن ٿا. سندن مکيه آبادي لاڙڪاڻي، قنبر، وارهه، نصير آباد ۽ حيدرآباد ۾ رهندي هئي. مشهور تاريخدان ڀيرو مل مهرچند آڏواڻيءَ جي لکت موجب دوداڻي اصل پنجاب کان آيا هئا. سندن وڏو ڏاڏو دودا سنگهه 'سردار دودا سنگهه' سڏبو هو ۽ پنجاب جي مهاراجا رڻجيت سنگهه جو ويجهو عزيز هو. ٻنهي عزيزن جي وچ ۾ اٽڪٽ کان پوءِ سردار دودا سنگهه پنجاب ڇڏي، پنهنجن ڇئن پٽن سميت لاڙڪاڻي، سنڌ ۾ اچي رهيو. سنڌ ۾ اچڻ بعد دودا سنگهه جي پٽن وچ ۾ اهو سوال پيدا ٿيو ته خالصو ٿي رهجي يا مونو ٿي؟ انهيءَ ڳالهه تان ڀائرن جو پاڻ ۾ ايترو تضاد ٿيو جو هڪ ٻئي کان ڌار ٿيا! هڪڙو ڀاءُ لاڙڪاڻي ۾ وڃي رهيو، ٻيو قنبر طرف عيسيٰ جي ڳوٺ ۾ گهر ڪري وڃي ويٺو. ٽيون تعلقي نصيرآباد لڏي آيو ۽ چوٿون حيدرآباد هليو ويو. انهن سڀني هنڌن تي سندن اولاد رهندو هو ۽ سڀ 'دوداڻي' سڏبا هئا. مشهور اديب نرنجن دوداڻي آمريڪا ۾ رهي ٿو. سنڌي مسلمانن ۾ به دوداڻي نک يا پاڙو آهي.

**دودائڪو:** تعلقي روهڙيءَ جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

گلڻ ٻرڙو، پٽ نور شاهه، عالم خان سروهي، ميرجت ۽ دودائڪو.

**دودائڪو دڙو:** سنڌو تهذيب واري دؤر سان تعلق رکندڙ هيءُ دڙو ضلعي لاڙڪاڻي جي قلي ڳوٺ کان اتر شاخ جي اولهندي پاسي رشيد وگڻ ويجهو نصير آباد روڊ سان واقع آهي. ماضيءَ ۾ هي دڙو گهڻي ايراضيءَ تي پکڙيل هو، پر هن وقت فقط 5 ايڪڙن جي ايراضيءَ تي مشتمل آهي. ماڻهن هن دڙي جي زمين تي قبضا ڪري هن تاريخي دڙي کي وڏو نقصان رسايو آهي. هتان مليل ٺڪراتو سنڌو تهذيب مان مليل وٿن سان ٻيٽڻ جهڙو آهي. هن دڙي لاءِ ماهرن جي راءِ آهي ته هيءُ دڙو موهن جي دڙي جو سهيوڳي هوندو. هيءُ دڙو زميني سطح کان 25 کان 30 فوٽ اوچو آهي. هتي به کوٽيل کڏا مليا آهن، جن اندر سڙيل مٽيءَ جا ٻه ته ملن ٿا. دڙي جي اتر واري پاسي ۾ ويهن فوٽن جون ڊگهيون قبرون به مليون آهن. انهن قبرن لاءِ روايت آهي ته اهي اجتماعي قبرون آهن، جيڪي ڪنهن معرڪي ۾ شهيد ٿيلن جون تي سگهن ٿيون. دڙي جي ير ۾ اتر شاخ کان هڪ ڪلوميٽر جي پنڌ تي قبرستان به آهي، جيڪو 70 ايڪڙن جي ايراضيءَ تي پکڙيل آهي. هن قبرستان ۾ سمن، سومرن ۽ ڪلهوڙن جي دؤر جون قبرون ملن ٿيون، جيڪي به تحقيق طلب آهن.

**دودائي:** تعلقي ۽ ضلعي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن:

شير محمد سانگي، مرين جو ڳوٺ، محمد صالح بروهي، گل محمد ڪوسو، يارو گاڏهي عرف در محمد مغيري ۽ مال ڪالوني.

**دودن جا ڪنڊ** (ديهه): ضلعي ۽ تعلقي سانگهڙ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ديپ وساڻ، سعيد اختر، چوڌري خوشي محمد، بهاول انڙ، شوڪت حسين راجپر ۽ لجپت پٽي.

**دودو_ I** (1092ع- 1068ع/ 485 هه- 461 هه): دودو نج سنڌي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ: پهلوان، سگهارو، صحتمند، سهڻو ۽ ڳڀرو جوان آهي ۽ ڪن تاريخدانن دودي لفظ جي معنيٰ 'راج ٻل' يعني 'ملڪ جي سگهه ۽ زور' جاڻائي آهي. دودو، پونگر سومري ي وفات کان پوءِ سنڌ جي تخت تي ويٺو، جيڪو به پنهنجي پيءُ وانگر تخت نشينيءَ وقت ننڍيءَ عمر جو هو. جنهن جي جوان ٿيڻ تائين ساڳين وفادار اميرن ۽ وزيرن جي انتظامي ڪائونسل حڪومت هلائيندي رهي، جيڪا سندس والد جي دور ۾ قائم ٿي هئي. جڏهن دودو وڏو ٿيو ته پاڻ حڪومت جون واڳون سنڀاليائين. هيءُ سنڌ جو جري ۽ بهادر حاڪم ثابت ٿيو هن پنهنجي حڪومت جون سرحدون ملتان سميت هيٺينءَ سنڌ جي اوڀر ۾ نصرپور تائين وڌايون. رياستي حدن ۾ وسعت آڻڻ انهيءَ حقيقت جو ڪليل ثبوت آهي ته ملڪي معاشرو اقتصادي ۽ سماجي طور تي اڳتي وڌي رهيو هو، جنهن ڪري دودي ثقافتي بنياد تي پنهنجي رياست جي سرحدن ۾ واڌارو ڪيو هن چوويهن سالن جي ڦوهه جوانيءَ ۾ هڪ ڌيءُ زينب عرف تارا ٻائي ۽ هڪ پٽ سنگهار ناليي ڇڏي وفات ڪئي. دودي پهرئين 485 هه/ 1092ع ۾ وفات ڪئي، سندس پٽ سنگهار ننڍو هو انهيءَ ڪري حڪومتي انتظام سندس ڌيءُ تارا ٻائيءَ سنڀاليو ۽ 7 سال دليريءَ سان حڪومت ڪرڻ کان پوءِ 491 هه/ 1098ع ۾ حڪومت پنهنجي ڀاءُ سنگهار جي حوالي ڪئي.

**دودو_ II:** عمر سومري جي وفات کانپوءِ 576هه/ 1180ع ۾ دودو سومرو حاڪم ٿيو هي 576 هه/ 1180ع کان 590هه/ 1195ع تائين اقتدار ۾ رهيو هو خفيف سومري جي دور ۾ وڳهه ڪوٽ جو قلعي دار هو هن خفيف سان بغاوت ڪري اقتدار حاصل ڪيو ۽ ديبل کي پنهنجي گاديءَ جو شهر مقرر ڪيو. سلطان شهاب الدين غوريءَ، اچ کي فتح ڪرڻ کان پوءِ 577هه/ 1182ع ۾ اتر سنڌ ۽ ديبل تي حملو ڪيو. دودي ۽ شهاب الدين ۾ سخت لڙائي ٿي، جنهن ۾ سلطاني لشڪر جو تمام گهڻو نقصان ٿيو. شهاب الدين غوري ديبل فتح ڪرڻ کانپوءِ سڄي ملڪ ۾ ڦرلٽ ڪري وڏو مال گڏ ڪري غزنيءَ ڪٽائي ويو. دودي ڏهه سال حڪومت ڪئي ۽ 950هه/ 1194ع ۾ وفات ڪئي.

**دودو_ III:** 657 هه/ 1259ع ۾ سومرو بادشاهه ڳهٽو ٻيو گذاري ويو، جنهن کان پوءِ سندس پٽ دودو (ٽيون) حڪومت جي مسند تي ويٺو. هن ڪل 14 سال حڪومت ڪئي. ان وقت دهليءَ جي سلطنت انتشار جو شڪار هئي. سندس ئي دور ۾ بهاءُ الدين ذڪريا ملتاني ۽ پير پٺو رحلت ڪري ويا. سلطان ناصرالدين قباچ پڻ گذاري ويو ۽ ان جي جاءِ تي غياث الدين بلبن (التمش جو هڪ ترڪ غلام) کي دهليءَ جو بادشاهه بڻايو ويو. دودي وڏي دليريءَ سان حڪومت ڪئي ۽ حڪومتي حدن جي حفاظت لاءِ اهڙا اُپاءَ ورتائين، جو ڪنهن به آسپاس واري حاڪم کي حملي ڪرڻ جي همت نه ٿي. هن 671 هه/ 1272ع ۾ وفات ڪئي.

**دودو ٻهڻ:** تعلقي موري، ضلعي نوشهري فيروز جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

اسماعيل خان جيسر، عالم خان بروهي، شيخو ٻهڻ، ٽنڊو لاشاري، حاجي مير محمد، ڪيهڙ لاشاري ۽ محبت لاشاري.

**دودو پير قبرستان:** دودو پير قبرستان تيرهين چوڏهين صدي عيسويءَ جو آهي. هيءُ مقام آدم پير کان ٽي ميل ڏکڻ- اوڀر چبيجي سرڪل، ضلعي لسٻيلي ۾ آهي. هڪ ٽڪريءَ مٿان دودي پير جي چوڪنڊي ٺهيل آهي.

هي آدم پير جو سوٽ ۽ پيٽويو هو. سندس پيءُ جو نالو باجڪ ۽ ڏاڏي جو نالو اسب هو. روايتن پٽاندر هن کي روحاني راز حاصل هو، پر ماڻهن سان گهٽ ملندو هو ۽ تنهائي پسند هو. ان ڪري سندس وفات کانپوءِ به سندس پرسان ڪا به قبر نه ٺاهي وئي. باقي قبرستان مزار جي اتر ۾ ڪجهه پنڌ تي موجود آهي. هن قبرستان ۾ 5 قبرون پٿر جي اڪر سان موجود آهن، جن تي ڪتبا نه آهن. هتي بلوچن سان گڏ لس ٻيلي جا سنڌي به پنهنجا مڙدا پورين ٿا.

**دودو چنيسر**[1] (ڪتاب): هيءُ ڪتاب حافظ فقير محمد پٽيءَ جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز جي ڪتاب ۾ 50 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت ٻه روپيا رکيل آهي. ڇاپو پهريون حافظ برادران، محمديہ پريس سکر مان ڇپايو.

**دودو چنيسر** 2 (ڪتاب): هيءُ ڪتاب محمد يوسف جو ديوناگري لپيءَ ۾ لکيل آهي. جنهن جي قيمت 3 آنا ڄاڻايل آهي. هيءُ ڪتاب محمد يوسف ڪتب فروش، ڪراچي اسلاميه پريس، لاهور مان سال 1893ع ۾ ڇپرايو.

**دودو چنيسر _1 ۽ 2** (ڪتاب): سنڌ جي لوڪ داستانن ۾، دودي چنيسر جو داستان، هڪ وڏي ڪوپائي ڪٿا ۽ جُنگ ڪيڏارو آهي. لوڪ ادب سلسلي جي رٿا ۾ 'مشهور سنڌي قصا: سنڌ جو رزميه داستان: 3' طور، لوڪ ادب سلسلي جو ٻن جلدن تي ٻڌل هيءُ ڪتاب نمبر 28، نامور محقق ۽ لوڪ ادب جي پارکو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي 18-19 سالن (1957ع کان 1975ع تائين) جي تحقيق تي مشتمل آهي.




ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سنڌ ۽ سنڌ کان ٻاهر ڪڇ، جيسلمير، ٻاهڙمير، رحيم يار خان، سبي ۽ ناڙي وغيره تائين ڪشالا ڪري، مختلف ماڻهن کان دودي چنيسر جي حوالي سان روايتون گڏ ڪري، هن ڪتاب جا ٻه جلد ترتيب ڏنا. هن ڪتاب جي ٻنهي جلدن جو مهاڳ ڊاڪٽر صاحب خود لکيو آهي. جنهن ۾ هن ڄاڻايو آهي: "دودي- چنيسر جي ڳالهه بابت هنن ٻنهي جلدن ۾ شامل مواد گهڻي حد تائين جامع ۽ مثالي آهي. اسان ڪوشش ڪري ڳالهه جي هر بيان کي ڳالهائيندڙ جي پنهنجي زباني ۽ سندس پنهنجي لفظن ۾ صحيح نموني نقل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. انهيءَ لاءِ ته ڳالهه ڪٿڻ ۽ بيان ڪرڻ جي ڪاريگري ۽ هنرمندي نروار ٿي سگهي ۽ هر ڳالهه ڪندڙ جا اصطلاح ۽ لفظ، فقرا ۽ جملا سندس پنهنجي زباني لکجن ته جيئن سنڌي ٻوليءَ جي مختلف مقامي محاورن ۽ لهجن جي مطالعي ۾ مدد ملي. ڪن روايتن ۾ آيل انوکن لفظن جي هيٺ حاشيي ۾ معنيٰ لکي وئي آهي. انهيءَ لاءِ ته جيئن پڙهندڙن کي سمجهڻ ۾ سولائي ٿئي ۽ پڻ لغت جي تحقيق جو حق ادا ٿئي."




جلد پهرين ۾ 'تاريخ طاهري' ۽ 'تحفة الڪرام' ۾ ڏنل ڳالهين وارن بيتن ۾ موجود اهڃاڻن، منشي اڌارام جي چيل ڳالهه سميت لاڙ جي پانن واري روايت سان گڏ ڪڇ، ٿر عمرڪوٽ، ٻاڙمير، رحيم يار خان، اوٻاوڙي، ميرپورماٿيلي، گهوٽڪي، ناري (بلوچستان)، وارهه ۽ ڪنڊياري جي مختلف ماڻهن کان هن مشهور رزميه داستان بابت مليل روايتون جيئن جو تيئن شامل ڪيون ويون آهن. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي تحقيق جو اهو انداز ٻين محققن کان بلڪل ئي منفرد آهي. هن مليل روايتن کي بلڪل ائين ئي پيش ڪيو آهي. جيئن بيان ڪندڙ اهي بيان ڪيون آهن. پهرئين جلد جو ڇاپو ٻيو آگسٽ 2006ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ڄامشوري پاران ڇپيو. ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ 292 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت 245 روپيا آهي. 'دودو چنيسر' جلد ٻئي ۾ هالا، حيدرآباد، ڳوني، ماتلي ۽ بدين جي مختلف ماڻهن وٽان مليل روايتون شامل ڪيون ويون آهن. ان سان گڏ پوئين دؤر جي شاعرن حاجي امام بخش خادم، پير بخش فقير ڪلوئيءَ، دليراءِ ڪاراٽيءَ، ڀاڳو مهر جسواڻيءَ ۽ لعلڻ خان لغاريءَ جي بيتن تي ٻڌل روايتون به شامل ڪيون ويون آهن، جن جي پڙهڻ ڪانپوءِ هن تاريخي قصي بابت ڪيترين نيون ڳالهيون سامهون اچن ٿيون. جڏهن ته هن جي قيمت 245 روپيا آهي.

**دودو خان**: ناليوارو طبلي نواز ۽ ڊولڪ نواز دودو خان مڱڻهار ولد لعل بخش خان 1962ع ڌاري نظر محلي، لاڙڪاڻي ۾ ڄائو هن جو واسطو گائڪ گهراڻي سان آهي. تنهنڪري ننڍپڻ کان موسيقيءَ سان سندس وابستگي رهي. سندس خاندان مان هن جو ڏاڏو استاد جانڻ خان لاڙڪاڻي وارو مشهور ڪلاسيڪل راڳي ٿي گذريو آهي. هن خانصاحب امير خان کان موسيقيءَ جي فن جي ابتدائي سکيا ورتي. خانصاحب بڙي غلام علي خان، خير محمد خان، الله ڏني خان نوناري ۽ لعل بخش خان مڱڻهار به استاد امير عليءَ کان سکيا ورتي هئي. هن حاجي خان دودا پوريءَ کان طبلي جي وڄت جا گُر سکيا ۽ 15 سالن جي عمر ۾ ئي طبلي وڄائڻ تي مهارت حاصل ڪري ورتائين. هن شروعاتي زماني ۾ استاد دودي خان ۽ استاد گلزار علي خان سان به سنگت ڪئي. ان کان سواءِ ديدار حسين سمي، بشير سمي، ارباب علي ڪوسي، استاد خورشيد علي خان، سينگار علي سليم، رسول بخش ابڙي، برڪت پٽ ۽ ٻين سان سنگت ڪيائين. 2000ع ڌاري لاڙڪاڻي مان لڏي ميرواهه گورچاڻيءَ، ضلعي ميرپورخاص ۾ وڃي وينو جتي استاد تاراچند ۽ غلام عباس خان سان سنگت ڪندو رهيو. 2002ع ڌاري ٻيهر لڏي حيدرآباد اچي رهيو، جتي به فن سان ناتو نه ٽوڙيائين ۽ استاد امير علي خان، سلميٰ پروين، فوزيه پروين ۽ ٻين فنڪارن سان گڏ ڪم ڪندو رهيو آهي. هن پي. ٽي. ويءَ جي ڪوئٽا سينٽر تي به ڪافي وقت ڪم ڪيو ۽ اتان جي راڳين: بشير بروهي، دليار سمي، استاد ارباب خان ۽ ٻين فنڪارن سان گڏ سنگت ڪيائين. هن پنجاب ۾ وڃي اتي جي ڪيترن لوڪ فنڪارن سان به گڏ ڪم ڪيو آهي. دودو خان ڪلاسيڪل توڙي لوڪ وڄت تي مهارت رکي ٿو. سنڌ راڳي ويلفيئر ايسوسيئيشن جو ميمبر پڻ آهي.



**دودو سومرو** (شخصيت ۽ ڪردار): سنڌ جو قومي سورمو دودو سومرو، دودي چنيسر جي قصي يا داستان جو اهم ڪردار ۽ سنڌ جو هڪ سورهيه حڪمران ٿي گذريو آهي. لوڪ قصي موجب دهليءَ جو حاڪم علاوالدين سنڌ جي سلطان دودي سومري تي ڪاهه ڪري آيو ۽ دودو سومرو ۽ سندس ساٿي بهادريءَ سان وڙهي پنهنجي ڌرتيءَ تان قربان ٿي شهيد ٿيا. سنڌي ادب جي قديم صنف 'ڳاهه' ۾ هيءُ قصو سهڻي انداز سان ڇيو ويو آهي. هيءُ قصو سنڌ جي تاريخ جو هڪ اهم داستان ۽ سنڌ جي سورهيائيءَ ۽ حب الوطنيءَ جي علامت آهي، جنهن جا سمورا ڪردار سنڌ جي قومي ڪردار ۽

اخلاقي وصفن جي نمائندگي ڪن ٿا ۽ دودي ڪي سنڌ جي سورمي طور صدين کان وٺي ياد ڪيو وڃي ٿو.

سنڌ ۾ سومرن جي طاقت عربن جي دور ۾ منظر تي ۽ عربن جي زوال کان پوءِ سومرا سنڌ جا آزاد حاڪم بڻجي اُڀريا، جن اٽڪل 500 ورهيه سنڌ تي حڪمراني ڪئي. سومرن جي دؤر جون چار خاصيتون، ڪين ٻين دورن کان اهم ۽ مختلف ٿيون بڻائين: (1) اسلام کان پوءِ هيءُ پهريون



دودي سومري جي هڪ خيالي تصوير

مقامي اقتدار جو دور هو. (2) سنڌ جي تاريخ ۾ ايڏي ڊگهي زماني تي مشتمل ٻئي ڪنهن به مقامي گهراڻي جو ڪو به آزاد حڪومتي دؤر نه رهيو آهي. (3) سنڌي ادب ۽ زبان جون بنيادي ۽ لوڪ داستانن جون روايتون هن دور ۾ پيدا ٿيون. (4) تاريخ جو هي دور سنڌ جي شان ۽ آسودگيءَ جو دور ثابت ٿيو. ايڏي اهم دور جا منتشر حوالا ته ملن ٿا، پر ڪو مستند تاريخي مواد نه ٿو ملي.

دودي چنيسر جي قصي ۾ وڏو مغالطو ان ڪري به پيدا ٿيو آهي، جو هن جنگ بابت گهڻو ڪري روايتن ۾ دهليءَ کان سنڌ تي ڪاهي ايندڙ بادشاهه جو نالو علاؤ الدين خلجي ٻڌايو ويو آهي. تاريخي حوالن، واقعن ۽ سومرن جي شجرن ڪي پيٽيندي عالمن ڪي ان واقعي جي مناسبت نه ٿي ملي، ليڪن دودي چنيسر، ٻاگهي ٻائيءَ ننگر سومري، عمرڪوٽ جي حاڪم هاسي سوڍي، ڪڇ جي حاڪم ڄام ابڙي سمي ۽ ابڙي جي پٽ ممت جا نالا ۽ سندن واسطيدارين ڪنهن به ريت فرضي ڪردار نه ٿا سڏي سگهجن. هڪڙي راءِ اها آهي ته اهو سلطان علاؤالدين خلجي نه، پر 'ترم شيرين' عرف علاؤالدين هو جنهن چنيسر جي چوڻ تي سنڌ تي ڪاهه ڪئي. سلطان ترم شيرين چوڏهين صديءَ جي ابتدا ۾ سمرقند جو حاڪم هو ڪيس 'علاؤ الدين' جي عرفيت سان به سڏيندا هئا. مشهور سياح ابن بطوطه سمن جي اوائلي دؤر ۾ 734هه ڌاري سنڌ ۾ آيو هو نخشي شهر ۾ علاؤالدين جي دربار ۾ پهتو هو ۽ پنهنجي سفرنامي ۾ هن علاؤالدين جو گهڻو ذڪر ڪيو آهي. ابن بطوطه جي سنڌ اچڻ کان ست اٺ سال اڳ سلطان ترم شيرين عرف علاؤ الدين سنڌ تي ڪاهه ڪئي هئي. مختلف تاريخن ان ڪاهه جو سال 727هه مطابق 1327ع ڄاڻايو آهي. ان وقت دهليءَ جي تخت تي سلطان محمد تغلق ويٺل هو جنهن مقابلي جو ست نه ساري، ترم شيرين کي گهڻ دولت ۽ جواهر ڏئي موڪليو ترم شيرين جيڪو ملتان کان دهليءَ تائين بربادي ڦهلائيندو ويو هو سو دهليءَ کان موٽندي مارواڙ ۽ گجرات ۾ تباهي آڻيندو، غنيمت جو مال ميڙيندو سنڌ رستي پنهنجي ملڪ موٽيو هو ممڪن آهي چنيسر جڏهن دهليءَ ڏانهن مدد وٺڻ ويو هجي ته ان وقت سلطان علاؤالدين ترم شيرين به دهليءَ ۾ خيمي زن هجي ۽ امڪان آهي ته چنيسر هن ڪي ئي سنڌ جي مال دولت جي لالچ ڏئي سنڌ تي ڪاهي آيو هجي.

دودي ۽ علاؤالدين واري جنگ سومرن جي آخري دؤر ۾ لڳي هئي، جڏهن دودو (چوٿون) تخت نشين هو جنگ ۾ نه رڳو دودو پاڻ شهيد ٿيو پر سندس ڪيترا وفادار، دوست حاڪم ۽ سردار به سندس حمايت ۾ وڙهندي مارجي ويا هئا. سومرن جي اقتدار ڪي ان کان پوءِ ڌڪ لڳو ۽ 30 سالن اندر همير سومري تي هن گهراڻي جي حڪومت جي پڄاڻي ٿي. دودي ۽ علاؤالدين جي هيءَ جنگ آدرشي خيال کان سنڌ لاءِ 'مهاڀارت واري جنگ' جو درجو رکي ٿي، جنهن جا سورما ۽ سندن جوش ۽ جذبو سنڌ لاءِ بيحد احترام جوڳا آهن. واقعاتي لحاظ کان پنهنجن ملڪي معاملن ۾ ٻاهرين دست اندازيءَ خلاف سومرن جي هيءَ جنگ قومي غيرت، خودداريءَ، وطن دوستي، دليري، سچائي ۽ قربانيءَ جو زبردست ڪارنامو آهي.

عام روايت موجب، دودو ۽ چنيسر، سومرن جي حاڪم ڀونگر جا پٽ هئا. دودو ڏاڏي پوٽيءَ مان ۽ چنيسر لوهارڻ زال مان هو. ڀونگر سومري جي وفات کان پوءِ گاديءَ جي مسئلي تان اميرن ۾ اختلاف ٿيو. جن فيصلو ڀونگر جي وڏور ڌيءَ ٻاگهي ٻائيءَ تي ڇڏيو. جيڪا هن جي ڏاڏي پوٽي-ڌيءَ هئي ۽ عمر ۾ به ڀنهي ڀائرن کان وڏي هئي. ٻاگهيءَ تخت وڏي ڀاءُ چنيسر کي ڏياريو. جنهن تي چنيسر پنهنجي ماءُ کان صلاح مشوري وٺڻ لاءِ پريءَ دربار مان پڳ ٻڌڻ کانسواءِ ئي نڪري هليو ويو. اها ڳالهه راڄداريءَ جي اصولن خلاف ليکي وئي ۽ اميرن چنيسر کي ڪمزور سمجهي راڄ جي پڳ دودي کي ٻڌڻ لاءِ مجبور ڪيو. دودو جيئن ته ڏاڏي پوٽي زال مان هو ۽ نهايت لائق ۽ بهادر شخص هو. تنهنڪري سومرن توڙي سوڍن جا سڀ راڄ هن فيصلي تي ڏاڍو خوش ۽ راضي ٿيا.

جت سوڍا، سومرا، راڄ مڙوئي مڙن،
پاڳ تت دودي شير تي، ڌمر ڌهل وڄن،
خلقون مر اچن، دودل جي دربار ۾.

چنيسر ان ڳالهه تان ڪاوڙجي دهلي دربار طرف دانهين ٿي ويو. جتان علاؤالدين کي پنهنجي ڀيڻ ٻاگهيءَ جي سڱ جي لالچ ڏئي ڪانئس لشڪر جي مدد وٺي آيو. دودي سومري کي جڏهن سنڌ تي ڪاهه جي خبر پئي ته هن پهرين سلطاني لشڪر جي مهندار، خود چنيسر جي لاڏلي پٽ ننگر کي ڪجهه ماڻهو ساڻ ڏئي ايلچي ڪري موڪليو چنيسر جي پٽ ننگر جو تاريخي ڪردار قومي غيرت ۽ حوصلي جو شاندار مثال آهي، جنهن هيڏي وڏي لشڪر جي هجوم ۾ ٻاگهيءَ جي سڱ ڏيڻ کان انڪار ڪندي، للڪاريندي بروقت لڙائيءَ جو آغاز ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجن سمورن

ساٿين سميت قربان ٿي ويو. ان مهل راوين مطابق ته خطرو ٽارڻ خاطر دودي جي درٻار ۾ راءِ آئي ته ڪنهن ٻانهيءَ کي ٻاگهل ڪري علاؤالدين کي ڏئي ڇڏجي، ته ائين ننگ به بچي ويندو ۽ خطرو به ٽاري سگهجي ٿو تنهن تي ٻاگهيءَ هيئين بيت ڏنو:

جر نه ڪُتي ڪنگرين، راءُ نه ڳنڍجڻ ويڻ،
جي گولي ويندي گجرين، ته به سڏبي دودي ڀيڻ.

ان بعد سنڌ جي مرد ميڙن هن سورهيه سردار جي اڳواڻي ۾ ڏاين يلغار کي هر حال ۾ منهن ڏئي ساڻن جنگ ڪرڻ جو طئه ڪيو.

جنهن کان پوءِ دودي جي همراهيءَ ۾ ڀڙين سنڌس دوست عمرڪوٽ جو حاڪم هاسو سوڍو پنهنجي راڄ سميت سلطاني لشڪر سان سامهون ٿيو ۽ پنهنجو سر قربان ڪيائين. دودي سومري کي جڏهن اها خبر پئي ته هن شاهي خاندان جي سيني عورتن کي پنهنجي ڀيڻ ٻاگهيءَ سميت ڪڇ جي ناميارِي حاڪم جام ابڙي سمي ڏانهن سام ڪري موڪليو ۽ پاڻ پنهنجن ساٿين سميت سر ڏيڻ لاءِ تيار ٿي ويو سام سنڌ جي قديم سماجي ۽ اخلاقي قدرن ۾ شمار ٿئي ٿي. ان موجب هارايل ڌر جي عورتن جي عصمت جي نگهداشت ڪنيندڙ ڌر تي لازم هوندي هئي، يا وري جنگ جي حالت ۾ جنگ ڪندڙ حاڪم يا سردار جو ڪو وفادار دوست انهن عورتن جي ذميواري قبول ڪندو هو اها هڪ اهڙي ذميواري هئي، جنهن جي پوئواري هر قسم جي نقصان ۽ خطري تي حاوي، جان کان وڌيڪ، فرض ۽ ايمان جي حد تائين لازم سمجهي ويندي هئي. سنڌ کان سواءِ اها روايت عربن جي بدوي قبيلي ۾ به ملي ٿي، جنهن ۾ هو جنگ ۾ هٿ آيل عورتن جي حرمت پاڻ تي فرض سمجهندا هئا. بلوچ قبيلن ۾ به اهڙي روايت ملي ٿي. سام وٺڻ واري ذميواري بيحد پيچيده ۽ جوکم واري هوندي هئي. ان ڪري جام ابڙي سمي طرفان سومرين کي 'سام وٺڻ' هڪ عظيم اخلاقي ۽ جرئتمنديءَ جو ڪم هو. ان ڪري سنڌ جي ڪلاسيڪي شاعريءَ ۾ هن قومي سورمي جام ابڙي کي ڪي تمام گهڻو ڳايو ۽ ساراهيو ويو آهي. سلطاني لشڪر ۽ سومرن جي وچ ۾ مقابلو ٿيو. ٻنهي طرفن کان زبردست جنگ هلي، جنهن ۾ دودي وڏي دليريءَ سان مقابلو ڪيو. نيٺ دودو ساٿين سميت جنگ ۾ وڙهندي شهيد ٿيو. سندس شهادت ڏهين محرم/ 27 مارچ 1300ع تي ٿي. سندس قبر بدين ضلعي جي سرحد سان لڳ ڳوٺ روپا ماڙيءَ ۾ آهي. **(وڌيڪ ڏسو: دودي سومري جي مزار)**

دودو سياڻپ ۽ سورهيائيءَ جو مجسمو حب الوطني ۽ قربانيءَ جي جذبي سان سرشار سنڌ جو هڪ مثالي سورمو آهي. اهڙيءَ ريت هن داستان ۾ چنيسر جي پٽ ننديءَ عمر واري ننگر سومري جهڙي غيرتمند ۽ حوصلي واري نوجوان جو به تاريخ ۾ ڪو مثال نه ٿو ملي. شهزادي ٻاگهل ٻائيءَ جو تدبر ۽ غيرتمند سنڌي عورت جي ڪردار جو بهترين مثال آهي. جام ابڙو، هاسو سوڍو، ممڻ ابڙو، جاڙيجا سردار ۽ ٻيا سمورا واسطيدار سورما دليريءَ ۽ غيرتمنديءَ جا تاريخي لازوال سورما آهن.

دودي سومري جي هيءَ جنگ سنڌ جي تاريخ جو هڪ اهم باب آهي، هي جنگ نه، پر هڪ جنگاهه هو، جنهن سموري لاڙ خطي، خصوصاً سنڌ جي اڌ ايراضيءَ کي جنگ جو ميدان بڻايو ۽ هڪ نه پر ڪيترن محاذن تي ڪيترن حاڪمن ۽ سردارن ان ۾ حصو ورتو. سنڌ جا هزارين ڪٽنب قربان ٿيا، جن سيني جو سربراهه سنڌ جو سورهيه سورمو دودو سومرو دلير هو. اهو ئي سبب آهي ته هن کي سنڌ ۾ اڄ به 'مڙس ته ڪو دودو آهين' جي چوڻيءَ ۾ ياد ڪيو ويجي ٿو.

دودي سومري تي جي. ايم. سيد تفصيلي طور 'سنڌ جا سورما' ۾ لکيو آهي. ان ڪانسواءِ شيخ اياز جو اوپيرا 'دودي سومري جو موت' به هن سورهيه سورمي جي زندهه جاويد قربانيءَ کي پيتا آهي.

**دودو مهيري**: سنڌ جي ناميارِي قومپرست سياسي اڳواڻ، ڊاڪٽر دودو مهيريءَ جو پورو نالو دودو ولد محمد صالح مهيري آهي. هن ڳوٺ ٻجاري شريف، تعلقي ڪڙيي گهنور (موجوده شهيد فاضل راهو)، ضلعي بدين ۾،



5 آڪٽوبر 1956ع تي جنم ورتو. هن پرائمري تعليم ڳوٺ مان ۽ اٺين ڪلاس تائين مڊل اسڪول ڪورواهه مان ورتي، جڏهن ته مئٽرڪ سعيدپور هاءِ اسڪول مان 1973ع ۾ ڪري، 85-1984ع ڌاري لياقت ميڊيڪل ڪاليج، جام شوري مان ايم. بي. بي. ايس جو امتحان ڏنائين. ڊاڪٽر دودي مهيريءَ جو واسطو سنڌ جي عالم گهراڻي سان رهيو آهي. سندس ڏاڏو عابد ۽ ڏاڏي جا پائر سالم ۽ عارف مهيري وڏا عالم هئا، جڏهن ته سندس پڙ ڏاڏو علامه علي محمد مهيريءَ جو سنڌ جي وڏن عالمن، فتويٰ نويسن، لغات نويسن ۾ شمار ٿيندو هو. هو سٺو شاعر هو ۽ هُن 'قصيده برده شريف' جو سنڌي بيتن ۾ ڪمال جو ترجمو ڪيو آهي.

اهڙو علمي پسمنظر رکندڙ دودو مهيري، ڪاليج کان وٺي علمي، سماجي ۽ سياسي طور سرگرم رهيو. 1974ع ۾ 'جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن' جو ميمبر ٿيو ۽ 1980ع کان ٿي پيرا جساف جو مرڪزي جنرل سيڪريٽري رهيو. جڏهن ڊاڪٽر قادر مگسي 'جيئي سنڌ ترقي پسند محاذ' جوڙيو ته ڊاڪٽر دودو مهيري 1990ع ۾ ان جو صدر ٿيو. هي سنڌ ترقي پسند پارٽيءَ جو 2000ع تائين جنرل سيڪريٽري به رهيو. قادر مگسيءَ سان اختلافن کان پوءِ هو ٻه سنڌ نيشنل ڪائونسل جو ميمبر ۽ آرگنائيزر رهيو. 2011ع کان سيد جلال محمود شاهه جي سربراهيءَ ۾ قائم 'سنڌ يونائيٽيڊ پارٽيءَ' جو ميمبر ٿيو ۽ هن وقت ان جو مرڪزي سيڪريٽري جنرل آهي. ڊاڪٽر دودي مهيريءَ جو شاگرد سياست کان عملي سياست تائين ڪردار شفاف رهيو آهي. هي 11 سالن کان وڌيڪ عرصو جيلن ۾ رهيو آهي. پهريون ڀيرو 1979ع ۾ هڪ مهينو قيد رهيو. ان کان پوءِ ضياءِ الحق جي مارشل لا دوران 1981ع کان 1983ع تائين جيل ۾ رهيو ۽ ڪيس 30 ڪوڙا به لڳا. 17 آڪٽوبر 1984ع جي ٽوڙي ڦاٽڪ سانحي دوران ڪيس ٻيهر گرفتار ڪيو ويو ۽ اهم قيديءَ طور مٽس اسپيشل ٽربيونل ۾ ڪيس هليو. هي سينٽرل جيل ۽ نارا جيل حيدرآباد، سينٽرل ۽ لانڍي جيل ڪراچي، سينٽرل جيل سکر ۽ مچ جيل بلوچستان ۾ قيد ۽ ٽارچر سيلن ۾ بند رهيو. هن سڄي زندگي سنڌ جي قومي مسئلن لاءِ جدوجهد ۽ اڳواڻي

ڪندي گذاري. 1989ع ڌاري سکر کان گورنر هائوس ڪراچيءَ تائين لانگ مارچ ڪيائين.

ڊاڪٽر دودو مهيري سماجي ورڪر ۽ اڳواڻ طور ضلعي بدين جي تعلقي گولاڙچي، حيدرآباد جي قاسم آباد ۽ سحرش نگر، ڪراچيءَ جي شانتي نگر، سچل ڳوٺ وغيره ۾ ڪيترا اسڪول ۽ اسپتالون قائم ڪرايون ۽ ڪيترا ڳوٺ پڪا ڪرايا. هو 1983ع کان 2012ع تائين سنڌ جي مختلف سياسي اتحادن: سنڌ قومي اتحاد، سپنا (SPNA)، سنڌ بچايو ڪاميٽي ۽ ٻين ننڍن وڏن فورمن جو ميمبر رهيو.

ڊاڪٽر دودو مهيري، شاگرديءَ جي زماني کان وٺي جي. ايم. سيد جو فڪري پيروڪار ۽ سنڌس قومي پيغام کي پکيڙڻ ۾ سرگرم رهيو آهي. هن جي. ايم. سيد، رئيس عبدالحميد خان جتوئي، ممتاز علي ڀٽي، عبدالواحد آريسر سيد محمد شاهه، گل محمد جکراڻي، بشير خان قريشي، ڊاڪٽر قادر مگسي، سيد جلال محمود شاهه ۽ ٻين قومي ڪارڪنن ۽ سياستدانن سان گڏجي جدوجهد ڪئي آهي. هن 1999ع ۽ 2000ع ۾ ورلڊ سنڌي ايسوسيئيشن ۽ ورلڊ سنڌي ڪانگريس جي دعوتن تي آمريڪا جي عالمي فورمن ۽ پروگرامن ۾ شرڪت ڪري، سنڌ جو ڪيس پيش ڪيو تي پيرا صوبائي چونڊن ۾ گولاڙچي ۽ ٽنڊي الهيار مان بيلٽ پر ڪامياب نه ٿيس ڊاڪٽر هڪ بهادر پيءُ جو فرزند آهي، جڏهن جنرل ضياء الحق جي دور ۾ سنڌس وال کي گرفتار ڪري، معافي وٺڻ لاءِ چيو ويو ته هن مارشل لا ائڊمنسٽريٽر کي تاريخي جواب ڏنو ته "دودن جا پيئر معافي نه وٺندا آهن". ڊاڪٽر دودي جي سياسي جدوجهد سبب تشدد ٿيڻ ڪري سنڌس وڏو ڀاءُ، چاچو ۽ سؤٽ اپاهج زندگي گذاري رهيا آهن. مقامي سطح تي ڊاڪٽر صاحب آبادگارن جي مسئلن لاءِ به جدوجهد ڪئي.

ڊاڪٽر دودوي مهيريءَ ٻه شاديون ڪيون. پهرين 1975ع ۾ 'مکڙي مهيريءَ' سان ۽ ٻي 19 فبروري 2000ع تي سنڌي ليکڪا ۽ شاعر رخسانه پريت چنڙ سان، جنهن مان ڪيس محمد صالح (همير) ۽ ڪبير ٻه فرزند آهن. ڊاڪٽر دودو مهيري هن وقت عبدالله ٽائون، قاسم آباد، حيدرآباد ۾ رهائش پذير آهي.

**دودي سومري جي مزار**: شهيد دودي سومري جي مزار ضلعي بدين جي يونين ڪائونسل پڱڙا ميمڻ ۾ سنڌ جي اڳوڻي تختگاهه روپا ماڙيءَ ۾



واقع آهي. هن قبر جا آثار ست واري ڏهاڪي ۾ نامور محقق سومار شيخ، محمد موسيٰ جوکيي، عبدالرحمان نقاش ۽ ٻين قديم دور کان رهندڙ ملاحن، جتن ۽ ولاسي جي سگهڙ فقير ناٿي خان لنڊ جي مدد سان ڳولي لڌا هئا، جنهن بعد سومرا قبيلي جي ماڻهن دودي سومري جي قبر کي سرن سان پڪو ٺهرايو 1976ع ۾ بدين ضلعي جي تڏهوڪي ڪمشنر غياث الدين جوڻيجي، پهريون ڀيرو شهيد دودي سومري تي ٿن ڏينهن جو ميلو لڳرايو.

1995-96ع ڌاري حاجي شير محمد سومري پنهنجي ذاتي خرچ سان دودي سومري جي مزار تي قبو جوڙائي مزار جو رهيل ڪم مڪمل ڪرايو، ۽ ان ئي مهيني 20 سالن جي عرصي ۾ شهيد دودي سومري جو ميلو لڳرايو ان کان پوءِ هيءُ ميلو لاڳيتو لڳندو رهي ٿو.

**دوڏو** (پکي): هي پکي، ڪانوَ جو هڪ قسم آهي، جيڪو ٿر ۽ ڪوهستان ۾ ٿيندو آهي، رنگ جو صفا ڪارو ۽ شڪل ۾ ڪانوَ جهڙو. پران جي بدني بناوت کان گهٽو وڏو ٿيندو آهي. هي جهنگلي پکي گهٽو ڪري ڳوٺن کان گهٽو پري رهندو آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن عام ڪانوَن سان به ڏسڻ ۾ ايندو آهي.



**دورائو**: دورائو هنر شاعريءَ جو هڪ قسم آهي، جنهن ۾ سگهڙن ۽ شاعرن ٻئو هنر ڪم آندو آهي يا ٻن قسمن جي لِڪَ رکي آهي.

دورائو فارسي لفظ آهي، دو = ٻه + راهه = رستو ٻن رستن وارو، يعني اهو بيت جو ٻٽي معنيٰ رکي. ڪن تحقيق ڪندڙن جي خيال ۾ هيءُ لفظ اصل ۾ دورائو يا دورايو يعني ٻن راين وارو آهي. لوڪ ادب جي شاعرن ۽ سگهڙن ٻن راهن واري معنيٰ کي سامهون رکي بيت ٺاهيا، جن تي عام اصطلاح ۾ دورائو سڏيو ويو. سنڌيءَ ۾ جيڪي دورائا لکيا ويا آهن، سي اڪثر ٻن معنائن يا ٻن سُرن وارا آهن. دورائي جي اها خاصيت آهي ته ساڳيو لفظ ٻن مختلف معنائن سان، ٻن مختلف سرن ۾ ايندو آهي، جيئن: جهل مهار.

(1) اٺ جي واڳ، مهار، (2) م + هار: ڳچيءَ جو زيور.

سُر سسئي: اي سسئي، تون اٺن جي مهار جهلي ويهين ها!

سُر ليلان: اي ليلان، اهو هار پاڻ وٽ نه جهلين ها!

مٿين مثال ۾ ساڳيو لفظ ٻن مختلف معنائن سان، ٻن مختلف سُرن ۾ ڪم آيو آهي. جيڪڏهن هڪ لفظ ڪيترين ئي معنائون رکي، پر سڀ معنائون هڪ سُر سان ئي تعلق رکن ٿيون ته اهو هنر چٽيو پر دورائي لاءِ ضروري آهي ته هڪ لفظ مختلف معنائون مختلف سرن لاءِ رکي.

**دوربين** (Telescope): هي ٻن آئينن تي مشتمل هڪ سائنسي اوزار آهي، جنهن ذريعي نظر کان گهٽو پري عنصرن/ شين کي آسانيءَ سان ڏسي سگهجي ٿو دوربين لاءِ انگريزيءَ ۾ Telescope جو لفظ استعمال ٿيندو آهي، جنهن جو اشتقاق ٿيندو Tele معنيٰ 'پري' ۽ scope معنيٰ 'ڏسڻ يا جاچڻ'، يعني پري تائين ڏسڻ وارو اوزار.

پهريون دوربينون 16 کان 17 عيسوي صديءَ ڌاري هالينڊ ۾ ايجاد ٿيون، جن ۾ شيشي جا لينس استعمال ڪيا ويا. روايتي دوربين کي زميني

۽ فلڪي جسمن کي وڏو ڪري ڏيکارڻ لاءِ بہ استعمال ڪيو ويندو آهي. ڪجھ دوربينون برقي مقناطيسي ايڪسريز، ريڊيائي لهرن ۽ الٽراوايوليٽ شعاعُن کي گڏ ڪري انهن جي تجزيي لاءِ استعمال ڪيون وڃن ٿيون. سڀ کان پهرين 1608ع ۾ انعطافي دوربين (Refracting Telescope) جو استعمال شروع ٿيو. هن دوربين کي ٺاهڻ جو سهرو ٽن ماڻهن ڏي وڃي ٿو: هنس لپرشئہ، زئچرس ۽ جئنسن. ان کان پوءِ ان دوربينءَ کي اصل شڪل مشهور سائنسدان گئليلو ڏني. 1668ع ڌاري اسلڪ نيوٽن بہ هڪ عملي قسم جي دوربين تيار ڪئي، جنهن کي Newtonian Reflector چيو وڃي ٿو. انعطافي دوربين اٽڪل هڪ ميٽر 40 انچ ڊگهي ٿيندي آهي. هن قسم جي دوربينن جو استعمال ويهين صديءَ ۾ ٿيو. ان دوران هيءَ دوربين جي ويولينٿ (Wave Length) کان وٺي ريڊيو ذريعي گاما شعاعن (Gama Rays)جي مقصدن ۾ استعمال ٿيڻ لڳي. هن دوربين کي فلڪي جسمن جي تحقيق لاءِ پڻ ڪم آندو ويو.



دوربين جا ڪيترائي قسم آهن، جيڪي مختلف مقصدن لاءِ استعمال ٿين ٿا:

**بصري دوربين (Optical Telescope):** هن قسم جي دوربين علم فلڪيات ۾ تحقيق کانسواءِ غير فلڪياتي اوزارن جهڙوڪ: Thedolite، اسپاٽنگ اسڪوپس (Spotting Scopes)، مونوڪيولر (Monocular)، بائنوڪيولرس (Binoculars)، ڪئمرا لينس (Camera Lens) وغيره ۾ استعمال ٿئي ٿي.

**ريڊيائي دوربين (Radio Telescope):** هيءَ دوربين ريڊيائي فلڪيات (Radio, Astronomy) ۾ استعمال ٿئي ٿي. ان کانسواءِ هي دوربينون، مواصلات، مائڪرو ويو ارتعاشي لهرن (Microwave Radiations) جي کوجنا ۽ ڌرتيءَ کان پري زندگيءَ جي نشانن جي مشاهدي ڪرڻ لاءِ پڻ استعمال ڪيون وڃن ٿيون.

**ايڪسري دوربين (X- Ray Telescopes):** هي دوربينون ايڪسريز جي مختلف مرحلن ۾ ڪتب اينديون آهن.

**گاما ريز دوربين (Gama Rays Telescope):** هي دوربين شين جي دريافت ۽ انهن جي استعمال ۾ وڏيون معاون ثابت ٿيون آهن.

ان کان سواءِ دوربين جي ٻين قسمن ۾ هاءِ انرجي پارٽيڪل دوربين (High Energy Particle Telescope)، گريويٽيشنل دوربين (Gravitational Telescope) وغيره شامل آهن، جيڪي پڻ گهڻ رخي سائنسي ۽ سماجي ڪارجن ۾ ڪتب آنديون وڃن ٿيون.

**ڏور ٿيندا وڃن جوڳيئڙا** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب نامياري شاعر ۽ اديب عادل سخيراڻيءَ جي شخصيت تي لکيل آهي، جيڪو نامور اديب محمد ملوڪ لنڊ ترتيب ڏنو آهي. هن ڪتاب جي پهرئين حصي ۾ عادل سخيراڻيءَ ڏانهن تي لکيل فقير محمد لاشاري،ڊاڪٽر سليمان شيخ، جوهر بروهي، حميد سنڌي، نواز رڪٽائي، نصير سارنگ، لهڙي خان، سارنگ جمالي، عزيز ڪنگراڻي، بشير سيتائي، رضيہ عادل، ايس. نسيم ميمڻ، ذوالفقار گاڏهي ۽ ٻين اديبن شاعرن ۽ زندگيءَ جي مختلف شعبن سان واسطو رکندڙ ماڻهن جا رايا ۽ تاثرات شامل آهن. ٻئي حصي ۾ مختلف شاعرن جي شاعري پيش طور ڏني وئي آهي. ٽئين حصي ۾ شهيد عادل سخيراڻيءَ جون لکڻيون، ٽي وي ڊراما، ڪهاڻيون، تاثر ۽ شاعري وغيره شامل آهي. چوٿين حصي ۾ شهيد عادل سخيراڻيءَ پاران مختلف علمي، ادبي، سماجي ۽ ثقافتي پروگرامن جي ڪيل رپورٽنگ ڏني وئي آهي. پنجين حصي ۾ عادل سخيراڻيءَ ڏانهن دوستن جا لکيل ۽ سنڌس خط ڏنا ويا آهن. ڇهين حصي ۾ شهيد جا مختلف مسئلن تي جاري ڪيل پريس بيان ڏنا ويا آهن. جڏهن تہ ستين حصي ۾ سنڌس قتل کانپوءِ ٿيل احتجاجن ۽ هڙتالن جو رڪارڊ ڏنو ويو آهي. 550 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 500 رپيا آهي ۽ سيف الملوڪ پبليڪيشن دادوءَ طرفان ڇاپيو ويو آهي.




**ڏور درشن:** ڏور درشن، ڀارت جي ٽيليويزن- نشرياتي ادارن مان هڪ وڏو ادارو آهي. ’ڏور درشن‘ جي لفظي معنيٰ ’پري جو ڏيک يا ديدار‘ آهي، جيڪو ٽيليويزن جو هندي متبادل لفظ آهي. هن اداري کي پنهنجا ڪيترا اسٽوڊيو ۽ ٽرانسميشن جو الڳ انتظام آهي، جيڪو گهڻي ڀاڱي ڊجيٽلائيزڊ آهي. 15 سيپٽمبر 2009ع تي ڏور درشن جي 50هين سالگرهہ شان ۽ مان سان ملهائي وئي. ڏور درشن تان نہ رڳو پروگرام ٽيليڪاسٽ ٿين ٿا، پر هن اداري کي ڏور درشن نالي ريڊيو ۽ موبائيل فون سروس بہ آهي، جيڪا نہ صرف ڀارت جي اندرين حصن ۾ مقبول آهي، پر ٻاهرين دنيا ۾ بہ رابطي جو بهترين وسيلو آهي.




ڏور درشن جون تجرباتي نشريات 15 سيپٽمبر 1959ع کان شروع ٿيون هيون، جيڪي ان وقت محدود پيماني تي هيون. 1965ع کان ڏور درشن جون نشريات، آل انڊيا ريڊيئي سان ملائي ڏيکاريون ويون. جڏهن تہ 1972ع ۾ ڏور درشن جون نشريات ممبئي ۽ امرتسر مان وڏي پيماني تي ڏيکارڻ شروع ٿيون ۽ جيڪي 1975ع تائين هليون. انهيءَ زماني ۾

ڀارت جي ستن شهرن ۾ دُور درشن چينل نظر ايندو هو. 1976ع ۾ دُور درشن کي آل انڊيا ريڊيو کان ڌار ڪري ان جو الڳ ڊائريڪٽر جنرل مقرر ڪيو ويو ۽ ان جون نشريات دهليءَ مان هلايون ويون. 1982ع کان دُور درشن چينل نه رڳو قومي نشرياتي اداري طور ڪم ڪري رهيو آهي، پر ان جون رنگين نشريات پڻ ساڳئي سال کان شروع ٿيون. 15 آگسٽ 1982ع تي پهريون ڀيرو ڀارت جي وزيراعظم اندرا گانڌيءَ هندستان جي آزاديءَ واري ڏينهن هن چينل تان براه راست قوم کي خطاب ڪيو هو. 1982ع ۾ ئي ڀارت ۾ ٿيل ايشين گيمس جو پروگرام به دُور درشن تان ڏيکاريو ويو هو.

هي چينل ڀارت جو مقبول چينل آهي ۽ سڄيءَ دنيا ۾ هن چئنل کي ڪافي پذيرائي ملي آهي. هن چينل تان ڪلا-سيڪل توڙي هلڪي موسيقيءَ جا پروگرام، خبرون، تبصرا، ڊراما وغيره ڏيکاريا وڃن ٿا. هن چينل جي مشهور پروگرامن ۾ 'هم لوگ' (1984ع)، 'بنياد' (87-1986ع) ۽ ڪِل يوڳ وارو ناٽڪ 'يه جو هي زندگي' مشهور ٿيا. هن چئنل تان ڏوهي ڪهاڻيون، مذهبي ڪهاڻيون ۽ گيت، ٻارن لاءِ ڪهاڻيون ۽ ڪارٽون وغيره هلايا وڃن ٿا. هن وقت دُور درشن نيٽ ورڪ هيٺ 58 مختلف چينل نشريات ڏئي رهيا آهن، جن ۾ ٻه قومي چئنل، 11 رياستي ٻولين جا چئنل، چار بين الاقوامي رابطي جا چئنل، هڪ راڄيا سڀا جو چئنل ۽ هڪ لوڪ سڀا جي سرگرمين کي براه راست ڏيکاريندڙ چئنل شامل آهن. جڏهن ته نيوز چينلن ۽ راندين جي رياستي يا مقامي ٻولين ۾ هلندڙ چينلن جي لسٽ هن ريت آهي:

(1) ڊي. ڊي. انڊيمان، (2) ڊي. ڊي سيتاگري، (3) ڊي. ڊي آسام، (4) ڊي. ڊي بهار، (5) ڊي. ڊي چندانا، (6) ڊي. ڊي. چنديگڙهه، (7) ڊي. ڊي چتيس ڳڙهه، (8) ڊي. ڊي دهلي، (9) ڊي. ڊي ديرادون، (10) ڊي. ڊي گرنار، (11) ڊي. ڊي گوئا، (12) ڊي. ڊي گجراتي، (13) ڊي. ڊي هريانا، (14) ڊي. ڊي هماچل پرديش، (15) ڊي. ڊي هسار، (16) ڊي. ڊي جئپور، (17) ڊي. ڊي جمون، (18) ڊي. ڊي جهارکنڊ، (19) چندانا ڪناڙا، (20) ڊي. ڊي ڪيرالا، (21) ڊي. ڊي ڪَشر، (22) ڊي. ڊي مڌيہ پرديش، (23) سهادري مرائي، (24) ڊي. ڊي ملايالام، (25) ڊي. ڊي ماٽيپور، (26) ڊي. ڊي ميزورام، (27) ڊي. ڊي نانگاليند، (28) ڊي. ڊي نارٿ ايسٽ، (29) ڊي. ڊي اوريا، (30) ڊي. ڊي پوديگائي، (31) ڊي. ڊي پورٽ بليئر، (32) ڊي. ڊي پنجاب، (33) ڊي. ڊي پونڊي پري، (34) ڊي. ڊي رائپور، (35) ڊي. ڊي سڪم، (36) ڊي. ڊي ساهيادري، (37) ڊي. ڊي تامل نادو، (38) ڊي. ڊي چيناٿي، (39) ڊي. ڊي اتراکنڊ، (40) ڊي. ڊي اترپرديش ۽ ٻيا مختلف چينل هلن ٿا. ڪافي وقت کان ڀارت جا سنڌي دُور درشن تان سنڌيءَ ۾ نشريات لاءِ ڪوششون ڪري رهيا آهن، جن ۾ آشا چاند ۽ ڪي ٻيا شامل آهن، پر في الحال هفتي ۾ ڪجهه ڪلاڪن لاءِ سنڌي پروگرام نشر ڪيا وڃن ٿا، جيڪي پڻ آشا چاند ۽ جئہ سنڌي سنگت پاران تيار ڪيل هوندا آهن.

هي سمورا چينل، جيڪي رياستي ۽ مقامي ٻولين ۾ نشر ٿين ٿا، تن کي ٻن حصن ۾ ورهايو ويو آهي. هڪڙا اهي جيڪي ڪنهن خاص رياستن لاءِ آهن ۽ ٻيا اهي جيڪي ڪن خاص ٻولين ۾ آهن. جيڪي صرف ڪيبل نيٽ ورڪ وسيلي ڏسي سگهجن ٿا ۽ بين الاقوامي رابطي ۾ نٿا ڏيکاريا وڃن. دُور درشن جو الڳ ڊي. ڊي. نيوز چينل 3 نومبر 2003ع تي تيار ڪيو ويو، هي سڀ چئنل ڀارت جي مختلف صنعتي ادارن جي اشتهارن تي هلن ٿا. هنن چئنلن ڏسندڙن جو تعداد 2002ع جي شمارياتن موجب صرف 2.38 سيڪڙو هو ڇو ته ان ڪي بي. بي. سي وانگر الڳ نشرياتي بورڊ نه آهي، جيڪو پنهنجي پاليسي ماڻهن جي تڪليفن ۽ جذبن کي محسوس ڪري ٺاهي.

**دورو ٻهڻ:** تعلقي موري ضلعي نوشهري فيروز جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڳوٺ دورو ٻهڻ، اسماعيل خان جيسر، عالم خان بروهي، شيخو ٻهڻ، ٽنبو لاشاري، حاجي مير محمد کهڙ لاشاري، فريد ڪوڪر ۽ ڳوٺ محبت لاشاري.

**دوڙ:** دوڙ، نوابشاهه (بينظيرآباد) ضلعي جو هيءُ شهر ڪنهن وقت سنڌ جو اهم واپاري مرڪز رهيو آهي. هيءُ شهر نوابشاهه ۽ پڊعيدن جي وچ ۾ ريلوي لائين تي واقع آهي. ورهاڱي کان اڳ هتي گهڻي تعداد ۾ هندو آباد هئا، جنهنڪري هتي اناج جي واپار جو وڏو مرڪز هو. هن وقت دوڙ کي ٽائون ڪاميٽيءَ جو درجو مليل آهي. دوڙ شهر کان اولهه اتر طرف چند ميلن جي پنڌ تي مشهور بزرگ ابوالحسن ڏاهريءَ جو مقبرو آهي، جنهن جي مزار تي هر سال عرس لڳندو آهي. هتي ڏاهري، جمالي، زرداري، بروهي، مري، ڪورائي، سومرا ۽ ٻين ذاتين وارا وڏي تعداد ۾ آباد آهن. دوڙ ۽ پسگردائيءَ ۾ ديني مدرسن، هاءِ اسڪولن ۽ پرائمري اسڪولن جو جهجهو تعداد آهي. دوڙ ۾ پرائمري توڙي هاءِ اسڪول، بئنڪون ۽ ٻيون سرڪاري آفيسون قائم آهن. دوڙ ۾ سنڌي ادبي سنگت جي شاخ به قائم آهي.

**دوزان (ديهه):** ڪراچيءَ جي هڪ ديهه. جيڪا ٽپي سونگل، تعلقي ڪراچيءَ ۾ آهي. هن ديهه تي هيءُ نالو موڪيءَ جي ستن پيرن مان هڪ پير دوزان جي نالي پويان پيل آهي. هن ديهه جون حدون هڪڙي طرف نئين سبزي منڊي سپر هاءِ وي تائين ته ٻئي طرف سچل رينجرز هيڊ ڪوارٽر ۽ ملير ڪينٽ ڪراچيءَ تائين لڳن ٿيون. ڳوٺ يار محمد جوکئي لڳ هن ديهه ۾ هڪ پراڻو ايئر بيس به آهي، جنهن کي انگريزن ٻي مهاڀاري جنگ دوران استعمال ڪيو هو.

**دوزخ:** دوزخ کي جهنم به چئبو آهي. لفظ جهنام جي معنيٰ تمام گهڻي اونهائي آهي، جنهن مان لفظ 'جهنم' (بمعنيٰ دوزخ) نڪتو آهي. قرآن مجيد ۾ دوزخ جو ذڪر صاف صاف آيو آهي ته دوزخ منڪرن (انڪار ڪندڙن)، بي ايمان ۽ اهڙن گنهگارن جي رهڻ جي جاءِ آهي، جن جا ڏوهه معاف ڪرڻ جهڙا نه آهن. دوزخ جي سڀ کان چٽي وصف باهه آهي. قرآن مجيد ۾ ڪن جاين تي باهه جي معنيٰ ۾ ڪتب آيل لفظ 'نار' ئي دوزخ جي جاءِ تي ڪم آيو آهي. ڪجهه مفسرن، دوزخ جا ست طبقا يا درجا ڄاڻايا آهن: (1) جهنم: گنهگارن جي عذاب ۽ عتاب جو هنڌ، (2) سعير: نصارن لاءِ رهڻ جو هنڌ، (3) حُطمَہ: يهودين لاءِ رهڻ جي جاءِ، (4) لظيٰ: ديوَن ۽ ابليس جو ٺڪاڻو، (5) سقر: ڏاڍن ۽ متڪبرن (وڏائي ڪندڙن) جي سزا جي جاءِ، (6) جحيم: مشرڪن ۽ ٻُتن جي پوڄارين جي جاءِ، (7) هاويه: سڀ کان هيٺانهون هنڌ، فرعون ۽ منافقن لاءِ.

مذهبي ڪتابن موجب دوزخ هڪ ڪمين گاهه/ ڪُڌُٽُو/ گنهگارن جي انتظار وارو هنڌ ۽ سرڪشن جي رهڻ جي جاءِ آهي، جنهن ۾ اهي سدائين رهندا. ان اندر ڪنهن به ٿڌاڻ ۽ پاٽيات جو ڪين احساس/ حظ حاصل نه ٿيندو. ڪين تتل، گندو پاڻي (ڦُنُ جو ڏوپ)، ڪيل ڪرتوتن جي بدلي ۾ ملندو. قرآن مجيد ۾ دوزخ جي هڪ وڻ جو نالو به آيو آهي. جنت جي نعمتن جي ذڪر کان پوءِ الله تعاليٰ پُڇا ڪري ٿو ته، "ڳالهايو! هيءَ مهماني چڱي آهي يا ٿوهر جو وڻ؟ اسان هن وڻ (ٿوهر) کي ظالمن لاءِ فتنو ٺاهيو آهي. هي وڻ دوزخ جي تري کان نڪري ٿو. ان جون ٽاريون شيطانن جي مٿن جهڙيون آهن. جن کي دوزخي کائيندا ۽ ان مان پيٽ ڀريندا. پوءِ ڪين پيئڻ لاءِ ٻرڪندڙ پاڻي ملندو ۽ پوءِ سندن موٽ دوزخ جي باهه ڏانهن هوندي." (37: 62 کان 68)

دوزخ جو ذڪر ڪيترين حديثن ۾ به آيو آهي. دوزخ جي اونهائيءَ بابت آيو آهي ته ان ۾ پٿر اُڇلبو ته ستر سالن تائين به تري تائين نه پهچندو" (مسلم). معتزلہ فرقي جي خيال ۾ جهنم ۾ داخل ٿيڻ کان پوءِ ماڻهو ٻاهر نه رهندا. ٻين فرقن ۽ مذهبن (مسلڪن) جي اڪابرن موجب ايمان رکندڙ (گنهگار) دوزخ ۾ هميشه لاءِ نه رهندا، بلڪ ائين به ممڪن آهي ته الله تعاليٰ ڪين دوزخ ۾ وجهڻ کان سواءِ ئي بخشي ڇڏي. حضرت عبدالله بن عمرو رضہ ۽ حضرت ابن عباس رضہ کان روايت آهي ته، "جهنم تي هڪڙو وقت اهڙو به ايندو، جو ان ۾ ڪو به نه هوندو ۽ ان جا رڳو خالي دروازا پيا کڙڪندا." (مسلم ۽ مسند احمد)

**دوست علي** (ديهه): تعلقي قمبر، ضلعي لاڙڪاڻي جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محمد رفيق، خدابخش عرف عثمان جويو، مياڻي آتڻ (مياڻي ڪُرهه)، خاوند ڏنو ڳڏبو، در محمد نائچ ۽ فقير محمد سپرو.

**دوست علي جيسر**: اديب، صحافي ۽ پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جو سينيئر رهنما، دوست علي ولد نور محمد جيسر، 15 آگسٽ 1956ع تي سنڌ جي هڪ ننڍي ڳوٺ لليا پٽڻ، تعلقي موري ضلعي نوشهري فيروز ۾ جنم ورتو. سندس والد سنڌ جو مشهور صحافي ۽ روزاني اخبار 'هلال پاڪستان' جو اسپيشل رپورٽر رهيو. دوست علي جيسر پرائمري تعليم 1961ع کان 1967ع تائين اباڻي ڳوٺ مان حاصل ڪئي. تنهن کان پوءِ سيڪنڊري تعليم 1967ع کان 1972ع تائين گورنمينٽ هاءِ اسڪول موري ۽ انٽر 1974ع ۾ استاد بخاري ڊگري ڪاليج دادوءَ مان ڪئي. گريجوئيشن سال 1976ع ۾ ڪيائين ۽ ايم. اي (اڪنامڪس)، سنڌ يونيورسٽي، ڄامشوري مان 1978ع ۾ پاس ڪري، ايل. ايل. بي 1981ع ۾ سنڌ لا ڪاليج حيدرآباد مان پاس ڪيائين.



دوست علي جيسر 1974ع کان صحافت جي شروعات ڪئي. ان وقت روزاني 'هلال پاڪستان' دادو جو ڊسٽرڪٽ رپورٽر ٿيو. مختلف موضوعن تي ڪالم ۽ مضمون لکيائين. خاص ڪري سماجي ۽ سياسي موضوعن تي هن ڪافي لکيو آهي. ان کان سواءِ پڻ هفتيوار اخبارن 'محافظ سنڌ' ۽ 'دادو گزيٽ' جو ايڊيٽر به رهيو آهي.

دوست علي جيسر وڪالت جي شروعات 1982ع کان ڪئي ۽ 1988ع ۾ هاءِ ڪورٽ بار جو ميمبر ٿيو.

دوست علي جيسر 1976 کان پيپلز پارٽيءَ سان وابسته رهيو آهي، ان ڏس ۾ دادو شهر جو صدر، ضلعي دادوءَ جو اطلاعات سيڪريٽري، سينيئر نائب صدر ۽ 2002ع کان جنرل سيڪريٽري رهيو آهي. هن 1998ع ۾ حيدرآباد ريليءَ دوران محترمه بينظير ڀٽو ۽ سندس ساٿين جي پنهنجي گلستان سجاد واري گهر تي ميزباني به ڪئي هئي، جتي محترمه بينظير ڀٽو پارٽيءَ جي سينٽرل ايگزيڪيوٽو ڪميٽيءَ جي گڏجاڻي به ڪئي. دوست علي جيسر دادو ضلعي مان ٽي. بي جي مرض کي ختم ڪرڻ لاءِ ضلعي ٽي. بي ائسوسيئيشن جي پليٽفارم تان 21 سال مسلسل ڪوشان رهي، ٽي. بي اسپتال قائم ڪرائي ۽ مريضن کي مفت دوائون فراهم ڪيون. هن تنظيم جو دادوءَ لاءِ لاڳيتو 15 سال صدر رهيو. دوست علي جيسر ان کان سواءِ ٻين ڪيترين سياسي ۽ سماجي تنظيمن جو فعال ڪارڪن به رهيو آهي. هي سنڌ حلال احمر جي ايگزيڪيوٽو ڪميٽيءَ جو ڇهه سال ميمبر رهيو آهي. ان کان سواءِ دادو پريس ڪلب جو چار ڀيرا صدر ۽ ٽي ڀيرا جنرل سيڪريٽري به رهي چڪو آهي.

**دوستلاڻي** (ذات): هي اصل ۾ ڪوسا آهن ۽ پنهنجي موروث اعليٰ دوست خان ڪوسي جي نالي پويان ڪن پيڙهين کان دوستلاڻي سڏائين ٿا. ڪوسن کان سواءِ لغاري ذات ۾ به دوستلاڻي آهن، جن جي مورث اعليٰ جو نالو حيدر خان هو. لغارين جو وڏو، جنهن جي نالي پويان هو پاڻ کي دوستلاڻي سڏائين ٿا، سو ڪلهوڙن جي زماني ۾ ميان نصير محمد ڪلهوڙي جو هڪ وفادار ۽ بهادر سپاهي هو.

**دوست محمد خان، مير**: مير دوست محمد خان، مير ولي داد خان جو پٽ هو. پاڻ شاعر نه هو پر شاعريءَ سان ڪمال درجي جي دلچسپي رکندڙ ۽ هڪ سٺو اديب هو. ساري عمر پوليس کاتي ۾ هيڊڪانسٽيبل ٿي رهيو. پوليس کاتي ۾ هجڻ باوجود اديبانه صلاحيتن سان سينگاريل هو. سندس تصنيفات مان 'شخصي ڊائري' ۽ 'سرگذشت ٽالپران' ٻئي ڪتاب فارسي عبارت آرائيءَ جو عمدو مثال آهن. اهي قلمي ڪتاب زبون حالت ۾ مير ولي داد خان وٽ ٽنڊي علي آباد ۾ موجود آهن. هن 24 نومبر 1932ع/ 4 رجب 1268هه تي وفات ڪئي.

**دوست محمد قاضي**: قاضي دوست محمد ولد محمد بقا 1918ع ڌاري ڳوٺ ترائي، تعلقي ڳڙهي ياسين، ضلعي شڪارپور جي مشهور قاضي خاندان ۾ جنم ورتو. شروعاتي تعليم والد کان حاصل ڪيائين. وڌيڪ تعليم لاءِ ملڻ ڪوٽ، چنل ڪوٽ، ملتان، چنل ديري ۽ رتيديري ۾ پڙهيو. درس نظاميءَ جا پويان ڪتاب پير ڳوٺ جي مدرسي ۾ پڙهي فاغ التحصيل ٿيو. هن ڪجهه وقت بريلي (ڀارت) مان به تعليم حاصل ڪئي. سنڌي فائنل ڪري پرائمري استاد به ٿيو. قرآن مجيد، حديث نبوي،

عربي، فارسيءَ تي اعليٰ ڄاڻ هئس. شاهه جي بيتن سان بہ شغف هئس. بهترين مقرر ۽ خطيب هو. هن کي 'بلبل سنڌ' جو خطاب ڏنو ويو. سنڌ، بلوچستان ۽ پنجاب ۾ سندس واعظ جي هاڪ هئي. درگاهه شريف ذاڪري سڪرنڊ ۾ عرس ۽ ٻارهين جي موقعن تي پابنديءَ سان شريڪ ٿي واعظ ڪندو هو. آخري زندگيءَ ۾ ڳوٺ خانواهه ۾ مدرسو قائم ڪيائين، جنهن جو مهتمم بہ خود هو. سندس آخري آرام گاهه خانواهه ڳوٺ جي قبرستان ۾ آهي. قاضي دوست محمد پهرين رجب 1407هه/2 مارچ 1987ع تي وفات ڪئي.

**دوست محمد قاضي (اول)**: نامور عالم، بزرگ، قاضي دوست محمد (اول) ولد قاضي شاهه محمد (هيو) 1785ع /1199هه ڌاري موري ضلعي نوشهري فيروز ۾ پيدا ٿيو. هيءُ بزرگ پنهنجي وقت جو وڏو عالم ٿي گذريو آهي. ٽالپرن جي حڪومت ۾ 'قاضي القضات' جي عهدي تي فائز هو. وڏو متقي ۽ پرهيزگار بزرگ هو. حياتيءَ جو وڏو عرصو درس تدريس ۽ تبليغ ۾ گذاريائين. هن جي طريقت جو سلسلو نقشبندي هو. اسلامي ڪانفرنس جي سلسلي ۾ تهران بہ ويو. اتي جي عالمن سان سندس خيالن جي وڏي وٺ ٿي، جيڪي ڪانئس بيحد متاثر ٿيا. هن ڪيترين فتوائن بہ جاري ڪيون، جن تي برک عالم مفتي مخدوم محمد عارف سيوستانيءَ جون مهرون بہ لڳل آهن. قاضي دوست محمد ٽالپرن جي دور ۾ حيدرآباد جو قاضي بہ رهيو. هن درويش بزرگ 1853ع/ 1268هه ۾ وفات ڪئي. کيس موري ۾ دفن ڪيو ويو.

**دوست محمد قاضي، مولانا**: مولانا دوست محمد ولد حاجي آخوند ڏيٺو 1340هه بمطابق 1922ع ڌاري مرزاپور، شڪارپور ۾ پيدا ٿيو. ٽالپرن جي دور ۾ هن جا وڏا اصل سيوهڻ طرف جا وينل هئا، جتان هجرت ڪري مرزاپور، ضلعي شڪارپور ۾ اچي سڪونت پذير ٿيا. سندس خاندان مان ڪي قاضيءَ جي منصب تي فائز ٿيا، جنهنڪري سندس خاندان قاضي طور مشهور ٿيو. قاضي دوست محمد قرآن شريف ۽ سنڌيءَ جا ڇهہ درجا ڳوٺ ۾ پڙهي وڌيڪ ديني تعليم ڳوٺ دڙي ۾ مولانا فيض محمد ڍڪڻ جي مدرسي مان حاصل ڪئي. بعد ۾ علم لاءِ مدرسہ دارالهديٰ ٺيڙهيءَ ۾ پڙهي 1364هه بمطابق 1945ع ۾ فارغ التحصيل ٿيو. مولانا دوست محمد ٺيڙهي ۾ پڙهڻ دوران سنڌي اسڪول ۾ ماستري بہ ڪندو هو. سنڌيءَ جو ڄاڻو هو. مدرسي ۾ 10 سال ڪن رهيو. آخري وقت ۾ پنهنجي ڳوٺ جي جامع مسجد ۾ مدرسو کولي اتي تعليم ڏيندو رهيو. مولانا طالبن جي رهائش لاءِ مدرسي ۾ ڪجهہ ڪمرا بہ تعمير ڪرايا ۽ مدرسي جو نالو 'مدرسہ مطلع الهديٰ' رکيائين. مولانا عربي ۽ فارسي ڪان سواءِ حفظ ۽ ناظره شعبن لاءِ علحده استاد مقرر ڪيا.

مولانا مدرس هئڻ سان گڏ بهترين مبلغ بہ هو. شاعر بہ هو. حج تي ويندو يا واپس ايندو هو تہ الوداعي يا خوش آمديدي شعر چوندو هو. مولانا سياست ۾ بہ حصو ورتو. جمعيت علماءِ اسلام ضلعي شڪارپور جو اهم رڪن هو. هن مولانا حماد الله هاليجويءَ جي هٿ تي بيعت ڪئي. هيءُ شگر جي بيماريءَ سبب 13 ربيع الاول 1396هه بمطابق مارچ 1976ع تي وفات ڪري ويو.

**دوست محمد قريشي**: ناليواري معاشياتي ماهر دوست محمد قريشيءَ، 4 جولاءِ 1931ع تي جنم ورتو. هن معاشيات ۾ ايم. اي جي سند حاصل ڪئي. 1951ع کان 1966ع تائين مرڪزي دفتر شماريات، زرعي قرض ڪاتي اسٽيٽ بينڪ، مرڪزي خزاني جي وزارت، منصوبہ بندي ڪميشن ۽ محصولات انڪوائري ڪميٽيءَ ۾ ريسرچ اسڪالر رهيو. 1966ع کان 1978ع تائين اسٽيٽ لائيف انشورنس ڪارپوريشن جو چيئرمئن ۽ جولاءِ 1976ع کان جولائي 1978ع تائين ايمپلائز اولڊ ايج بينيفٽس جي ادراري جو صدر، انشورنس ڪميٽيءَ جو چيئرمئن، مسلم انشورنس ڪمپني جو ناظم اعليٰ، سرمايہ ڪاري ڪارپوريشن (آئي سي پي) جو مئنيجنگ ڊائريڪٽر، ڪراچي يونيورسٽيءَ جي سنڊيڪيٽ جو ميمبر ۽ بين علمي، اقتصادي ۽ سائنسي ادارن جو بہ ميمبر رهي چڪو آهي. معاشيات، سرمايہ ڪاري ۽ بيماڪاريءَ جي سلسلي ۾ بين الاقوامي سيمينارن ۾ شرڪت ڪري چڪو آهي ۽ ان ئي موضوعن تي ڪيترا تحقيقي مقالا بہ لکيا اٿس.

**دوست محمد لڪمير**: ديني عالم ۽ تحريڪِ آزاديءَ جو سرگرم ڪارڪن ۽ شاعر مولوي دوست محمد ولد مولوي عبدالوارث لڪمير، 1865ع ڌاري ڳوٺ ڪبڙ لڪمير، تعلقي سڪرنڊ (ضلعي شهيد بينظيرآباد) ۾ جنم ورتو. سندس والد محمد لڪمير هن جي ديني تعليم تي خاص ڌيان ڏنو. هن ديني تعليم پير رشيد الدين جهنڊي واري ۽ مولوي محمد حسين جماليءَ وٽان حاصل ڪئي، جن کيس عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم ڏني. هن تعليم مان فارغ ٿيڻ بعد مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي مشوري سان پنهنجي ڳوٺ ۾ 'مدرسہ دارالرشاد پير جهنڊي' جي شاخ کولي، اتي درس ڏيڻ شروع ڪيو. ان مدرسي مان سندس تربيت هيٺ ڪيئي نالي وارا عالم ۽ فاضل پيدا ٿيا. مولوي دوست محمد لڪمير انگريزن جو ڪٽر دشمن ۽ تحريڪ خلافت جو سرگرم اڳواڻ هو. هن انگريزن کي ملڪ مان تڙي ڪڍڻ لاءِ سنڌ جي ننڍن وڏن شهرن توڙي ڳوٺن ۾ وڃي، تقريرون ڪري ماڻهن کي سجاڳ ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. مولوي صاحب هڪ بيباڪ ۽ سچ چوندڙ انسان هو.

پير رشيد الدين جهنڊي واري سان سندس دلي ۽ روحاني لڳاءُ هو. وقت جي مشهور عالمن ۽ سياسي اڳواڻن سان عقيدت ۽ دوستيءَ جو ناتو هيس، جن ۾ مولوي محمد عمر ڪڌهري، مولوي عبدالله ڪڌهري، مولانا عبيدالله سنڌي، حاجي ابو الخير مڳيو ۽ مولوي محمد معاذ جا نالا قابلِ ذڪر آهن.

مولوي دوست محمد لڪمير برجستو ۽ ڪهنہ مشق شاعر بہ هو. هن جي ڪافين ۾ تجنيس حرفيءَ جو رنگ ملي ٿو. سندس ڪلام قلمي صورت ۾ سندس فرزند مولوي ابوالحسن لڪمير وٽ موجود آهي. سندس گهڻو تڻو ڪلام توحيد جي موضوع تي مولود، ڪافي ۽ بيت جي صنفن تي مشتمل آهي. سندس ڪلام جي مطالعي مان سنڌ ديس جي سانگيئڙن جي نج سنڌي زبان ۽ ٺيٺ سنڌي محاورن جو رنگ ملي ٿو. مولوي صاحب نهايت خدا ترس ۽ عبادت گذار انسان هو.

مولوي دوست محمد لڪمير 1936ع ۾ وفات ڪري ويو.

**دوست محمد مرزا ’دوست‘**: مرزا دوست محمد بيگ ’دوست‘ ٽنڊي آغا جي علمي ادبي مرزا گهراڻي جو نامور شاعر، اديب ۽ عالم فاضل هو. سندس وڏا مير محمد نصير خان ٽالپر جعفريءَ جي چوڻ تي خيرپور مان لڏي اچي حيدرآباد شهر ۾ آباد ٿيا. سندس وڏن مان مرزا فتح علي بيگ، مرزا قاسم علي بيگ ۽ مرزا بُڍل بيگ، ٽالپر حڪمرانن جا وزير ۽ مصاحب هئا. ان ڪان سواءِ ٽالپرن جي منعقد ڪيل عزاداريءَ جي مجلسن ۾ مرثيہ خواني پڻ ڪندا هئا.



مرزا دوست محمد ’دوست‘ هڪ بهترين شاعر ۽ مرثيہ خوان هو. هن جي ولادت 1862ع ۾ ٽنڊي آغا ۾ ٿي. مرزا صاحب تعليم مڪمل ڪرڻ ڪان پوءِ تپيدار ٿيو. پر جلد هزهائينس مير حاجي نور محمد خان ٽالپر جي زور ڀرڻ تي تپيداريءَ جي نوڪري ڇڏي وڃي سندس خاص مصاحب بڻيو. سندس شاعريءَ ۾ غزل، قصيدا، هجو، نعت، سلام، مرثيہ، نوحا، لوليون ۽ رباعيون وغيرہ شامل آهن. هي پنهنجي دؤر جو بهترين واعظ ۽ خطيب هو. سنڌ جي نامور غزل گو شاعر مير عبدالحسين خان ٽالپر سانگيءَ جو علمي ۽ ادبي دوست هجڻ سان گڏ ان جي طرحي مشاعرن جي خاص شاعرن مان پڻ هڪ هو. شاعريءَ ۽ خطابت جي تعليم پنهنجي بزرگ ميرزا فتح علي بيگ ڪان ورتائين ۽ ان جي انتقال ڪان پوءِ شاعريءَ ۾ غلام محمد شاهہ گدا کي استاد ورتائين. ديني تعليم مڪمل ڪرڻ ڪان پوءِ هو خاندان جو پهريون حافظ قرآن فرد هو. مولانا ابوالحسن لڪنوي، مولانا ابوالقاسم حائري ۽ مولانا علي حائريءَ جي صحبتين مان بہ هو اردو ۽ فارسي شاعريءَ ۾ مولانا ابوالحسن لڪنويءَ کي استاد ورتائين. مرزا صاحب بہ پيرا ڪربلا معليٰ جي زيارت ڪان مشرف ٿيو. هڪ ڀيرو مير حسن علي خان ٽالپر جي جنازي سان گڏ ۽ ٻيو ڀيرو مرزا ٻڍل بيگ جي جنازي سان گڏ ڪربلا معليٰ ويو. سندس ديوان هن وقت سندس پوٽي اختر مرزا وٽ محفوظ آهي. مرزا دوست محمد ’دوست‘ 24 سيپٽمبر 1920ع تي وفات ڪئي. سندس وفات تي سنڌ ۽ هند جي عالمن ۽ شاعرن قطعہ تاريخون چيون، جن ۾ مير عبدالحسين خان سانگي، ميرزا امام علي بيگ، ميرزا قربان علي بيگ، ميرزا علي بخش بيگ ڪوش ميرزا مدد علي بيگ ۽ ڊاڪٽر قاضي علي احمد جون ناياب قطعہ تاريخون موجود آهن.

**دوست محمد هڪڙو**: نامياري وڪيل ۽ سياستدان خانصاحب دوست محمد هڪڙي، ڊسمبر 1911ع ڌاري قنبر ۾ خانبهادر علي حسن خان هڪڙي جي گهر جنم ورتو. پرائمري تعليم قنبر مان، جڏهن تہ ڪاليج تائين لاڙڪاڻي مان تعليم حاصل ڪيائين، ان ڪان پوءِ هندستان مان سينيئر ڪيمبرج تائين تعليم حاصل ڪري، وڪالت شروع ڪيائين. مسلم ليگ ۾ شامل ٿي سياست جو آغاز



ڪيائين. 37-1936ع ڌاري ميونسپل ڪميٽي قنبر جو صدر رهيو. 1948ع ڪان 1956ع تائين سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر رهيو. 54-1953ع ڌاري پي. ڊبليو. ڊي کاتي جو صوبائي صلاحڪار پڻ رهيو. ان ڪان سواءِ لاڙڪاڻي بورڊ جو 10 سالن ڪان وڌيڪ چونڊيل ميمبر رهيو. 1970ع وارين چونڊن ۾ لاڙڪاڻي جي تڪ هئين مان ايم. پي. اي چونڊيو. اسيمبلي ميمبر رهڻ دوران علائقي ۾ ڪوڙ سارا ترقياتي ڪم ڪرايائين ۽ تعليم جي ترقيءَ لاءِ پاڻ پتوڙيائين. پاڻ شهيد ذوالفقار علي ڀُٽي جي تمام ويجهن ساٿين مان هو. ڀُٽو صاحب کيس اُستاد جو درجو ڏيندو هو. دوست محمد هڪڙو شڪار جو وڏو شوق رکندو هو. پهرين آڪٽوبر 1979ع تي وفات ڪيائين.

**دوستو وسڪي**: جڳ مشهور روسي ناول نگار، فيودور ميخائيل دوستو وسڪيءَ، 1821ع ۾ روس جي گاديءَ واري شهر ماسڪو ۾ جنم ورتو. سندس پيءُ فوج ۾ ڊاڪٽر هو. سندس والد هڪ سوداگر جي ڌيءَ سان شادي ڪئي، جنهن کي تمام گهڻو ڏاج مليو هو. کيس ڇهہ ڀائر ۽ ڀيڻون هئا. دوستو وسڪيءَ کي ننڍپڻ ۾ سندن گهرو نوڪرياڻي الوينا ڪهاڻيون ٻڌائيندي هئي، جيڪي کيس بيحد پسند ايندئون هيون. هن کي ابتدائي تعليم لاءِ ماسڪو جي



هڪڙي نجي اسڪول ۾ داخل ڪرايو ويو، جنهن ڪانپوءِ سينٽ پيٽرسبرگ جي هڪ انجنيئرنگ ڪاليج ۾ پڙهيو، جتان انجنيئرنگ جي ڊگري حاصل ڪيائين. ڪاليج واري تعليم دوران ئي سندس ماءُ لاڏاڻو ڪري وئي ۽ ستت ئي سندس پيءُ کي هارين ماري ڇڏيو. انهيءَ صدمي کيس جهوري وڌو. جنهنڪري پهريون ڀيرو دوستو وسڪيءَ کي دل جو دورو پيو. اهڙيءَ صورتحال بعد سندس دل ڪاليج ۽ پڙهائيءَ ۾ دل نہ لڳي سگهي، پر جيئن تيئن ڪري هن پنهنجي تعليم مڪمل ڪئي، ۽ فوج ۾ سب ليفٽيننٽ طور ڀرتي ٿيو. پئسو هٿ ايندي ئي ان کي اڏائڻ شروع ڪيائين. جنهنڪري ڪيترن ماڻهن جو قرضي رهيو. نيٺ نوڪريءَ مان بيزار ٿي استعيفا ڏنائين ۽ لکڻ پڙهڻ جي ڪم ۾ مصروف ٿي ويو. انهيءَ زماني ۾ مشهور فرانسيسي ناول نگار بالزاڪ روس ۾ آيل هو. دوستو وسڪيءَ سندس ناول ترجمو ڪيو ۽ پنهنجو ادبي مقام جوڙي ورتائين. جلد ئي سندس پنهنجو ناول ’غريب غربا‘ (Bednyeliudi) بہ منظر عام تي آيو. جنهن ڪان پوءِ سندس ٻيو ناول ’ذلتن جا ماريل ماڻهو‘ 1860ع ڌاري ڇپيو. دوستو وسڪيءَ 1861ع ۾ پنهنجي ڀاءُ سان گڏ هڪ رسالو جاري ڪيو. جنهن تي 1863ع ۾ رياست بندش وجهي ڇڏي، ان ڪري وري کيس تڪليفن ۽ قرضن جو منهن ڏسڻو پيو. 1864ع ۾ سندس ڀاءُ لاڏاڻو ڪري ويو ۽ ساڳئي سال سندس گهر واري بہ گذاري وئي. 1866ع ۾ هن جو ناول ’جرم ۽ سزا‘ (Crime & Punishment) ڇپيو جيڪو شاهڪار ثابت ٿيو. 1867ع ۾ دوستو وسڪيءَ پنهنجي اسٽينوگرافر ائناسٽنڪنا شادي ڪئي، جيڪا

سندس تمام گهڻو خيال رکندي هئي. غربت ۽ بيماريءَ وارين حالتن ۾ ان سندس وڏي خدمت ڪئي. 1867ع کان پوءِ دوستو وسڪيءَ چار سال يورپ ۾ گذاريا. جنهن کان پوءِ 1871ع ۾ واپس روس آيو. يورپ ۾ رهڻ دوران سندس ناول 'ايڊيٽ' 1869ع ۾ ڇپيو. جڏهن ته روس اچڻ بعد سندس ناول 'پوت پريت' 1871ع ۾ شايع ٿيو. هن پنهنجي زندگيءَ جي پڇاڙڪن ڏينهن ۾ هڪ زبردست ناول 'ڪرامازوف پائر' لکيو. جنهن تمام وڏي شهرت حاصل ڪئي. هن ڪتاب جو سنڌي ترجمو سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪيو.

دنيا جا سمورا نقاد ۽ پڙهندڙ ان ڳالهه تي يڪجاءِ آهن ته ناول نويسيءَ جو فن دوستو وسڪيءَ تي عروج ماڻي ٿو. جڏهن ته روسي ادب ۾ دوستو وسڪيءَ کي اديبن ليکڪن جو 'سرتاج' ڪري ليکيو وڃي ٿو.

دوستو وسڪي انگريزي ادب پڙهندڙن ۾ 1912ع کان پوءِ مشهور ٿيو. سندس ناول دنيا ۾ ائين مشهور ٿيا، جو انهن کي صرف ادبي زمري ۾ نه آندو ويو، پر اهي يوٽوپيئائي دنيا جا به مخالف ثابت ٿيا. نه صرف ايترو پر دنيا جو وڏو نفسياتدان سِگمنڊ فرائيڊ به سندس لکيل نفسياتي مشاهدي تي مبني ناولن تي حيرت ۾ ورتل رهيو. ڪن نقادن جو چوڻ آهي ته دنيا جي ادب جا به دؤر آهن. هڪ دؤر دوستو وسڪيءَ کان اڳ جو آهي ته ٻيو دوستو وسڪيءَ کان پوءِ جو آهي. سندس ناولن جا ترجما انگريزي، اردو، هندي ۽ سنڌيءَ سميت ڪيترن ئي ٻولين ۾ ٿيا آهن.

دوستو وسڪيءَ 1881ع ۾ وفات ڪئي.

**دوستي پبليڪيشن**: سليٽ (سنگت لئبرري اينڊ ٽرانزيڪٽ ايجوڪيشن) جي اشاعتي شعبي، دانشگاهه آشرم، ٽنڊي قيصر، ضلعي حيدرآباد پاران، جولاءِ 2001ع کان ته ماهي 'دوستي مئگزين' جي شروعات ڪئي وئي، جنهن جو ايڊيٽر نوجوان شاعر آسي زميني، اسسٽنٽ ايڊيٽر ايڊووڪيٽ علي احمد نظاماڻي ۽ ٻانهن ٻيلي صوفي شوڪت مقرر ٿيا. جڏهن ته ايڊيٽوريل بورڊ تي ڊاڪٽر علي نواز نظاماڻي، دوست علي، غلام رسول نظاماڻي، اشفاق احمد نظاماڻي ۽ موهن مدهوش مقرر ڪيا ويا.

دوستي مئگزين جا چار پرچا نڪتا، جن ۾ چونڊ شاعري، انٽرويو، لطيفيات، اياريات، مضمون (هڪ خاص مضمون هر پرچي ۾ تصوف بابت)، ڪهاڻيون، ڪتابن سان ملاقات (تبصرا) وغيره شامل آهن.

'دوستي پبليڪيشن' جي مقصدن ۾ لائبررين ڏانهن لاڙو پيدا ڪرڻ، غير نصابي سرگرمين کي زور وٺائڻ، تعليمي مسئلن ۾ مدد ڪرڻ، ادب دوستن جو حلقو وڌائڻ ۽ 'انسان شناسيءَ' جا لاڙا پيدا ڪرڻ هو. محترم آسي زمينيءَ، پنهنجي وسيع لائبرري هن اداري جي حوالي ڪري ڇڏي. اڳتي هلي 'دوستي پبليڪيشن' جو سلسلو بند ٿي ويو البت دوستي پبليڪيشن ۽ سليٽ اشاعت گهر پاران درجن کن مختلف موضوعن تي ڪتاب شايع ڪرايا ويا، جن ۾ اڪثريت شاعريءَ جي ڪتابن جي آهي.

**دولتپور/ دولتپور صفن** (شهر): دولتپور شهر ضلعي نوابشاهه جو هڪ تعلقو آهي. هي شهر دولتپور صفن جي نالي سان به مشهور آهي. دولتپور صفن نئين جوڙجڪ مطابق ضلعي بينظير آباد (نوابشاهه) جو چوٿون نمبر وڏو شهر ۽ ٻارهن يونين ڪائونسلن تي مشتمل ٽيون نمبر تعلقو آهي. هي شهر هن کان اڳ تعلقي موري ۾ شامل هو پر دولتپور کي 1989ع ۾ موري کان الڳ ڪري تعلقي جو درجو ڏنو ويو.

شهر دولتپور قومي شاهراهه تي قاضي احمد ۽ موري جي وچ تي آباد آهي. شهر کي اوڀر طرف کان باءِ پاس آهي. هي شهر ڪڏهن آباد ٿيو ۽ ڪنهن آباد ڪيو، ان لاءِ ڪا واضع تاريخي ڄاڻ ڪانه ٿي ملي، پر سنڌ جي تاريخي ڪتابن ۾ جيڪا ٿوري گهڻي معلومات ملي ٿي، ان جي آڌار تي هن شهر جي ماضيءَ جي تاريخي ڄاڻ ۽ اهميت هن ريت آهي:

خيال آهي ته هي شهر مغلن جي دؤر حڪومت ۾ 'دولت آباد' جي نالي سان آباد هو. تاريخ مظهر شاهجهانيءَ ۾ سترهين صديءَ عيسويءَ جي سنڌ جو نقشو ڏنل آهي، جنهن ۾ 'دولت آباد' نالي هڪ شهر جي نشاندهي ٿيل آهي. دولت آباد جي ماڳ جي بيهڪ معلوم ڪجي ٿي ته پڪ سان اهو دولت آباد جو شهر موجوده دولتپور صفن ئي معلوم ٿئي ٿو.



دولتپور شهر جو هڪ ڏيک

تاريخي اهڃاڻن ۽ آثارن جي آڌار تي ڇنڊ ڇاڻ ڪري، سگهجي ٿو ته هي شهر سترهين صديءَ عيسويءَ ۾ آباد ٿيو ۽ پنهنجي عروج تي هو. ڪلهوڙن جي دؤر حڪومت ۾ به هي شهر دفاعي اهميت وارو رهيو آهي. ان ڳالهه جي ثابتي تاريخي آثارن مان ملي ٿي، جيڪي دولتپور جي ٻرپاسي ۾ اڄ به موجود آهن. انهن آثارن ۾ شهر جي اوڀر طرف مين شاهراهه ۽ ريلوي لائين جي وچ ۾ ڪلهوڙن جي دؤر ۾ اڏايل ڪوٽ يا قلعو اهم آهي. دولتپور صفن ۾ هن قلعي واري هنڌ تي اڄڪلهه سرڪار اَن جا گدام تعمير ڪرائي ڇڏيا آهن. هن قلعي لاءِ ڪن محققن جو خيال آهي ته اهو محمد حسن ڪهاوڙ تعمير ڪرايو هو. جيڪو هالاڻيءَ واري جنگ ۾ ڪلهوڙن جي طرف کان وڙهندي 1783ع ۾ مارجي ويو. ڪهاوڙ ذات جا ماڻهو اڄ به دولتپور شهر ۾ آباد آهن. جيڪي هن وقت پاڻ کي 'گهلو' سڏائين ٿا. هڪ روايت اها به آهي ته هي شهر سنڌ جي تاجدار ميان نور محمد ڪلهوڙي جي هڪ سپهه سالار سردار دولت خان ڪهاوڙ ٻڌايو هو خود ميان نور محمد ڪلهوڙي جو آرام گاهه پڻ دولتپور شهر جي اوڀر- اتر جي ڪنڊ تي ڇئن پنجن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي ميان جا قبا (ميان نور محمد ڪلهوڙي ۽ سندس ڪجهه خانداني فردن جا) ۾ موجود آهي، جنهن کي ميان صاحب پنهنجي حڪمرانيءَ دوران تختگاهه بڻايو هو. سنڌ جي تختگاهه جي ويجهو ۽ تاريخي قلعي جي ثابتيءَ کان سواءِ هڪ ٻي ثابتي به هن شهر جي قدامت ۽ تاريخي هئڻ جو اشارو ڪري ٿي. مٿي جنهن قلعي جو ذڪر آهي ان جي اولهه طرف بلڪل پرسان شهر

جي وچ ۾ مين شاهراهه جي لڳو لڳ 'مير متاري' جي درگاهه موجود آهي. 'تاريخ ڪلهوڙا' جلد پهرئين ۾ ڪلهوڙن جي دؤر ۾ هڪ بااثر وزير مير متاري جو پڻ ذڪر ملي ٿو. هنن تاريخي ڪڙين کي ملائڻ سان چئي سگهجي ٿو ته اهو 'مير متارو' ساڳيو ڪلهوڙن جو نامور سپهه سالار ۽ بااختيار وزير سيد لطف الله عرف مير متارو ئي هو، جنهن جي مزار روايتي طور اڄ هڪ ڪامل درويش جي حيثيت وٺي چڪي آهي.

مٿين تاريخي حقيقتن کي سامهون رکي چئي سگهجي ٿو ته دولتپور صفن جو موجوده شهر تاريخ جي ان دؤر ۾ هڪ اهم حيثيت وارو ۽ وڏو شهر هو. دولتپور جو شهر سنڌو درياهه جي اوير واري ڪپ تي چئن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آباد آهي. درياهه جي ڪچي وارو علائقو شهر کان صرف اڌ ڪلوميٽر پنڌ کان شروع ٿئي ٿو. ڪچي جي علائقي ۾ مشهور ڪنداهه ٻيلو به هو (جنهن جو هڪ حصو درياهه جي ٻئي پاسي سيوهڻ تعلقي ۾ آهي). هي ٻيلو وقت جي بي رحم هٿن وسيلي وڍجي برباد ٿي چڪو آهي ۽ ان تي هاڻي مختلف ماڻهن جا قبضا آهن ۽ اُتي پوک ڪئي وڃي ٿي. شهر جي اولهه طرف ڪنداهه ٻيلي کان سواءِ سرڪاري شڪارگاهه ۽ ديهه سڪپور ۾ درياهه جا ننڍا ٻيٽ ۽ ڍنڍون موجود آهن.

روايت آهي ته 1932ع ۾ سنڌو درياهه ۾ وڏي ٻوڏ آئي، تڏهن شهر کان اولهه ڪچي مان صفن ڳوٺ جا ماڻهو لڏي، اصل دولتپور شهر جي اوير ۾ خالي پٽن تي اچي ويٺا، ان وقت کان هي شهر دولتپور صفن سڏجڻ ۾ آيو.

معاشي، سماجي ۽ ثقافتي پسمنظر: مٿي جنهن پٽڻ جو ذڪر آهي، اتي صفن نالي ڳوٺ هوندو هو. پٽڻ جي ويران ٿيڻ ۽ درياهي اٿل سبب هي ڳوٺ به متاثر ٿيو. جتان جا ماڻهو لڏپلاڻ ڪري اچي دولتپور جي اوير طرف آباد ٿيا. جنهنڪري شهر جو اهو حصو 'صفن' سڏجي ٿو. اهڙيءَ ريت هن شهر تي 'دولتپور صفن' نالو پئجي ويو. ورهاڱي کان اڳ هي شهر وڏي ترقيءَ تي هو. هتي سنڌ جو هندو واپاري طبقو وڏي تعداد ۾ رهندو هو. جنهن جا واپاري لاڳاپا وسيع هئا. دولتپور ۾ سندن ڇڏيل جايون ڏسڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته ڪين فن تعمير سان تمام گهڻي دلچسپي هئي. هي بلند ۽ بالا عمارتون سڪئي ستابي هئڻ سان سندن گڏ ثقافتي ذوق کي به اجاگر ڪن ٿيون. هي عمارتون فن تعمير جو بهترين نمونو آهن. علم ۽ ادب جي لحاظ کان به هي شهر سني اوج تي هو. دولتپور ۾ هڪ لائبريري 'اتم فري لئبرري' هوندي هئي. جنهن ۾ تمام وڏو علمي ذخيرو هو ان کان سواءِ هڪ عاليشان تفريح گاهه به موجود هئي. شهر جي ڏکڻ طرف هڪ خوبصورت تلاءُ هو، جنهن ۾ 'سدا سهاڳڻ کُور' جو پاڻي ايندو هو جنهن کُور تي پوڄا پاٺ به ٿيندي هئي. هن تلاءَ جي پاسن کان پڪين سرن جي چاڙهي ٺهيل هئي. اهي علمي ادبي ۽ تفريحي ماڳ تاريخ جي اٿل پٿل سبب ويران ٿي ويا. هي صاف شفاف پاڻيءَ وارو تلاءُ هن وقت سڄي شهر جي گندي پاڻيءَ جي ڪڏ بڻجي ويو آهي. لائبريريءَ جو پورائو گهڻو وقت پوءِ شهر جي نوجوانن 'غلام محمد گرامي لائبرري' قائم ڪري ڪيو آهي، جنهن ۾ هن وقت پنجن هزارن کان مٿي ڪتاب ۽ رسالا موجود آهن. لائبريريءَ جي جڳهه نوجوانن پنهنجي مدد پاڻ هيٺ تعمير ڪرائي آهي.

معاشي لحاظ کان ماضيءَ جو هي هاڪارو شهر هن وقت معاشي طور تمام پوئتي آهي. شهرن جي ترقيءَ جو گهڻو دارومدار زراعت سان لاڳاپيل آهي. بدقسمتيءَ سان سنڌ ۾ زراعت کي هٽ وٺي تباهه ۽ برباد ڪيو ويو آهي. پاڻيءَ جي کوٽ، زرعي جنسن جا پورا اگهه نه ملڻ، ٻج ۽ ڪلر جا ڳاتي پڳا خرچ زراعت جي اهم ذريعي کي تباهه ڪرڻ جا ڪارڻ آهن. ٻهراڙين کي شهر سان ڳنڍڻ لاءِ رستن جو هئڻ لازمي آهي. رستا معاشي سرگرميءَ جو وڏو ذريعو هوندا آهن. جن جي اڻهوند به هن علائقي کي معاشي بدحاليءَ طرف ڌڪيو آهي. هن شهر جون ٻهراڙيون مواصلاتي ذريعن جي کوٽ سبب شهر کان ڪٽيل آهن. ترقياتي ڪمن جي نه هئڻ ڪري هتي مزدور طبقو معاشي بدحاليءَ جو شڪار آهي. هن شهر ۾ ننڍي پئماني تي نوڪري پيشه طبقو رهي ٿو. جنهنڪري ٿورو گهڻو ڪاروبار هلي ٿو. مٿئين سبب کان سواءِ سياسي، سماجي ۽ معاشي عدم تحفظ جي ڪري هن شهر ۾ ڪا خاص سيڙپ ڪاري ڪانه ٿي آهي.

**سماجي سرگرميون:** هن شهر ۾ سماجي سرگرمين جي اڻاٺ آهي. ويجهي ماضيءَ ۾ ڪجهه سماجي تنظيمون وجود ۾ آيون آهن. جن ٿورو گهڻو اها کوٽ پوري ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. انهن سماجي تنظيمن ۾ سارنگ ويلفيئر ايسوسيئيشن شروعات ۾ سني سرگرمي ڏيکاري، لائبريريءَ لاءِ پلاٽ جي خريداري ۽ جڳهه جي تعمير جهڙا ڪم ڪرايا. ان کان سواءِ تعليمي جاڳرتا مهم هلائي ڪافي اسڪولن جو سهڪار حاصل ڪيو. سماجي تنظيم 'سڳا' به هتي وجود رکي ٿي. ان کان سواءِ 'دي سٽيزن' نالي سان هڪ سماجي تنظيم شهري سطح تي ڪافي فلاحي ڪمن ۾ سرگرم نظر اچي ٿي. ان کان سواءِ هتي ڪجهه وقت سنڌي ادبي سنگت جون سرگرميون تيز هيون، جن ۾ رجب لانگاهه، مولابخش ٻرڙي ۽ ٻين علم دوستن جو وڏو هٿ هو. هن وقت سنگت جون سرگرميون به ماٺيون ٿي چڪيون آهن.

**شهر ۾ وسندڙ ذاتيون ۽ قبيلا:** دولتپور شهر ۾ ورهاڱي کان اڳ شهر جي مکيه سماجي حيثيت سنڌي هندن کي حاصل هئي ۽ مسلمانن ۾ اهڙي حيثيت جا مالڪ صرف سيد هئا. شهر جون چيڙيون نبيريون سندن هٿن ۾ هيون. هندن جي لڏپلاڻ کان پوءِ يو. پي ۽ سي. پي کان اردو آبادي اچي شهر ۾ هندن جي جاين ۽ ملڪيتن تي آباد ٿي آهي، جن ۾ خانزاده برادري ڪافي اثر رکي ٿي. ٻيون برادريون ڏاهري قبيلي جي سردار گلڻ ڄام خان جي اثر ۾ رهيون آهن، خاص ڪري عباسي ۽ قريشي برادريءَ پنهنجا سياسي ۽ سماجي لاڳاپا ڏاهري قبيلي سان برقرار رکيا آهن. مسلمان ذاتيون سياسي ۽ سماجي حوالي کان پوئتي هئڻ ڪري پڻ ڏاهري قبيلي جي اثر هيٺ آهن. هن شهر جي اردو آباديءَ مان خانزادن سنڌ جي ٻين علائقن وانگر پاڻ کي الڳ ٿلڳ رکيو آهي. ماضيءَ کان وٺي هيءَ آبادي مقامي سنڌي آباديءَ سان سياسي ۽ سماجي رشتا مضبوط ڪري نه سگهي آهي، پر موجوده سياسي صورتحال ۾ اردو ڳالهائيندڙن پنهنجا رويا ڪي قدر تبديل ڪيا آهن. هن شهر جي ترقي نه ڪرڻ ۾ اردو- سنڌي آباديءَ ۾ ويجهڙائپ جي لاڳاپن جي اڻهوند ۽ مقامي سياسي ڌرين جو حزب اختلاف ۾ هجڻ آهي، جنهن جي سزا شهر جي عوام کي ملي رهي آهي. هي شهر پنهنجن سماجي حقن کان محروم رهيو آهي.

شھر ۾ رھندڙ مکيہ ذاتيون: ڏاھري، ھوليپوٽا (انڙن جي شاخ)، سيد، ملاح، ماڇي، لانگاھ، سومرا، ٻرڙا، گھلو (ڪھاوڙ)، چانديا، پيرزادا، اوٺا، راڄپر، عمراڻي، سرھيا، شيخ، جوڻيجا، ڪوري (جيڪي ابڙا ۽ ڪوڪر پڻ سڏائين ٿا)، پنبر، آرائين، خانزاده، قريشي، عباسي، راجپوت، پنھور، ڪانيا وغيره آھن. شھر جي مکيہ ڪاروباري مرڪز تي اردو ڳالھائيندڙ طبقو حاوي آھي ۽ ڪجھہ سنڌي ڳالھائيندڙ بہ واپار ۽ دڪانداريءَ ۾ مشغول آھن. ھتان جي اڪثريت ھيٺين طبقي ھاريءَ، مزدور ۽ ننڍي نوڪريءَ پيشہ طبقي سان تعلق رکي ٿي. ھن شھر کي نئين نظام ھيٺ يونين ڪائونسل جو درجو ڏنو ويو آھي، جنھن ۾ ڀرواري جا ڳوٺ بہ شامل آھن. ھي شھر ٽيليفون ذريعي سموري ملڪ سان ڳنڍيل آھي.

**تعليمي ادارا ۽ ٻيون آفيسون:** انگريز دؤر ۾ دولتپور ۾ ريلوي اسٽيشن ۽ پوليس اسٽيشن قائم ڪئي وئي. ھن وقت ھن شھر ۾ ھڪ ھاءِ اسڪول، گرلس ھاير سيڪنڊري اسڪول، گرلس پرائمري اسڪول، پنج بوائز پرائمري اسڪول ۽ گورنمينٽ ڊگري سائنس ڪاليج آھن. ھي ڪاليج ھتان جي سياسي شخصيت خان محمد ڏاھريءَ جي ٿوري وقت لاءِ وزير تعليم ٿيڻ دوران سندس ڪوشش سان قائم ٿيو. ڪاليج ۾ اسٽاف جي ڪوٽ آھي ۽ ڪاليج کي پراڻي گرلس ھاءِ اسڪول جي جيڪا بلڊنگ ڏني وئي آھي. ان جي حالت بہ بھتر نہ آھي. شھر ۾ پرائيويٽ سيڪٽر ۾ بہ تعليم جو سلسلو جاري آھي. خانگيءَ طرح ماڊرن گرامر ھاءِ اسڪول ۽ برائيٽ فيوچر پبلڪ ھاءِ اسڪول ڪان سواءِ ھڪ عدد پرائمري انگلش ميڊيم 'اسڪول لٽل فوڪ' نالي سان ڪم ڪن ٿا. ان ڪان سواءِ ھڪ عدد ڪمپيوٽر سينٽر بہ پرائيويٽ سيڪٽر ۾ ڪم ڪن ٿا. شھر ۾ تعلقي اسپتال بہ آھي، پر ان جي بلڊنگ تمام ناقص آھي. شھر جي اتر طرف تيل ڪمپني پاڪستان اسٽيٽ آئل جو ڊيپو اوڀر طرف برما شيل جو آئل ڊيپو موجود آھن. تعلقي ھيڊڪوارٽر ھئڻ ڪري ھتي مختيارڪار، اي. ڊي. او رووينيو سول جج، ايڊيشنل سيشن جج، ٽي. پي. او جون آفيسون آھن.

شھر اندر ۽ ٻاھر ڪجھہ بزرگن جون مزارون آھن. جھڙوڪ: شھر اندر مير متاري جي درگاھ ڪان سواءِ سيد مقيم شاھ، سيد محبوب شاھ جون مزارون آھن. شھر جي اوڀر طرف سيد ٻڍل شاھ ۽ سيد حاجي امين شاھ جون مزارون آھن. ھتي ھر سال سيد حاجي امين شاھ جو عرس عقيدت ۽ احترام سان ملھايو ويندو آھي.

**شھر جون مشھور شخصيتون:** ڪلھوڙن جي دؤر ۾ ھتي ڏاھري سردارن جو وڏو اثر رسوخ ھوندو ھو. ڪلھوڙا دؤر جو مشھور عالم ميون ابوالحسن ڏاھري، دولت پور علائقي جي سن ساوڙي سان تعلق رکندو ھو خواجہ محمد زمان لنواريءَ جي خاص مريد ميان حاجي صالح ڏاھري دولتپور ڪان ٻہ ڪلوميٽر اوڀر ۾ گڙ جي پرسان دفن آھي. موجوده دؤر ۾ دولتپور علائقي بہ پي. ايچ. ڊي اسڪالر پيدا ڪيا آھن. ڊاڪٽر غلام محمد لاکو جيڪو سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ تاريخ جو پروفيسر آھي ۽ ٻيو ڊاڪٽر غلام محمد ڏاھري، جنھن ميون ابوالحسن ڏاھريءَ تي ڊاڪٽريٽ جي ڊگري ورتي ۽ ھن وقت مھراڻ ڪاليج موري جو پرنسپال آھي. ان ڪان سواءِ ڏاھري خاندان جا سردار رضا محمد ڏاھري، سردار منل ڏاھري، سردار خان محمد ڏاھري، ڊاڪٽر بھادر ڏاھري ھن علائقي مان سنڌ اسيمبليءَ جا ميمبر چونڊيا. سردار خان محمد ڏاھري ڪجھہ وقت تعليم جو وزير بہ رھي چڪو آھي. دولتپور جي ٻين مشھور شخصيتن ۾ حاجي ڪبير خانزادھ، سياسي ادبي شخصيت مولابخش ٻرڙو، استاد رجب لانگاھ مرحول، سيٺ حاجي نور محمد خانزادھ، عاصم ڪبير خانزاده (سابق ايم. پي. اي)، انجنيئر محمد متين خانزاده، ڊاڪٽر محمد علي لانگاھ، ڊاڪٽر عبدالقادر خانزاده، ڊاڪٽر سعيد احمد خانزاده، ڊاڪٽر خالد حسين سومرو، سيد علي گوھر شاھ، وزير حسين لانگاھ، محمد رمضان ٻرڙو (سنيئر ٽيڪنيڪل سورس آفيسر اينگرو ڪيميڪل پاڪستان)، سيد علي اڪبر شاھ (سابق ڊائريڪٽر ڪاليجز)، ڪئپٽن ڊاڪٽر عبدالغفور خانزاده، حاجي محمد ھاشم ملاح، سيٺ حاجي عبدالله عمراڻي، رجب علي جوڻيجو (جھونو صحافي)، محمد عيسيٰ سومرو (ٻھرين گرئجوئيٽ)، ڊاڪٽر خليل لاکو، محبوب علي جوکيو، پروفيسر ارشاد اوٺو شامل آھن.

**دولتپور** [1] **(ديھہ):** تعلقي ميرپورخاص جي ھڪ ديھہ، جنھن ۾ ھيٺيان ڳوٺ شامل آھن:

دولت لغاري، ھوت خان لغاري، اوطاق حاجي دريا خان، حسن رند.

**دولتپور** [2] **(ديھہ):** تعلقي ڪنڊڪوٽ جي ديھہ، جنھن ۾ ھيٺيان ڳوٺ شامل آھن:

چاڪر آباد، لعل بخش، پيارو سھرياڻي، ناؤل مل، نئين ڪراچي، جتن جو ڳوٺ، جعفري، مور خان، خيربخش، الھ آباد، عظيم خان، لياقت علي ۽ اسلام بگٽي.

**دولتپور** [3] **(ديھہ):** ٽنڊي محمد خان جي ھڪ ديھہ، جنھن ۾ حبيب سنيو ۽ مريد سنيو نالي بہ ڳوٺ آباد آھن.

**دولتپور** [4] **(ديھہ):** تعلقي دولتپور ۽ ضلعي شھيد بينظيرآباد جي ھڪ ديھہ، جنھن ۾ ھيٺيان ڳوٺ شامل آھن:

ڪوٽ جان محمد ڏاھري، بخشو سنگراھ، شاھ حسين، مھڙو ھاليپوٽو ۽ اسماعيل اوٺو.

**دولتپور** [5] **(ڳوٺ):** ھيءُ ڳوٺ درياھ تي آباد آھي. ھن جي اوڀر ۾ ٿوري پنڌ تي سنڌ جي ڪلھوڙا تاجدار ميان نور محمد ڪلھوڙي جو قبو آھي. ھيءُ ڳوٺ ھاڻي سڪرنڊ تعلقي ۾ آھي.

**دولت جو دوڪو (ڪتاب):** ھيءُ ڪتاب جي. اين ڪنڻ جو لکيل آھي. ھن ڪرائون سائيز جي ڪتاب ۾ 140 صفحا آھن، جنھن جي قيمت 1 روپيو رکيل آھي. ھيءُ ڪتاب سندر ساھتيہ آفيس، شيام ليٿو پريس، ڪراچيءَ مان سال 1945ع ۾ شايع ڪرايو.

**دولت خان پنھو:** 'تاريخ سنڌ ڪلھوڙا دؤر' ۾ غلام رسول مھر جاڻائي ٿو تہ، جڏھن سبيءَ جو علائقو ميان يار محمد خان جي حوالي ٿيو، تڏھن ٻھرين پنھنجي پاءُ ميان مير محمد خان کي سبيءَ جي حفاظت لاءِ مقرر ڪيائين، بعد ۾ پنھنجي پٽ محمد دائود کي ھي علائقو سپرد ڪيائين. ان وقت سبي ۾ بخار جو وبائي مرض ڦھلجي ويو، جنھن ۾ ڪو بہ شخص بيماريءَ کان محفوظ نہ رھيو. ميان دائود خان ڪلھوڙو بہ سخت بيمار ٿي پيو، جنھن ڪانپوءِ مجبور ٿي پنھنجي پيءُ ميان يار محمد ڏانھن موٽي ويو. ھن جي وڃڻ ڪانپوءِ دولت خان پنھو پنھنجي سائين رحيم ۽ يوسف پناڻ جي

مدد سان سبيءَ ۽ ڍاڍر جو قلعو پنهنجي قبضي ۾ ڪيو. ڇو تہ قلعي ۾ موجود سپاهي وبائي مرض سبب وڙهي نہ سگهيا ۽ چپ چاپ ڪري هليا ويا. اها خبر جڏهن ميان يار محمد ڪلهوڙي کي پئي تڏهن ميان يار محمد ڪلهوڙي پنهنجي ٻئي پٽ ميان نور محمد خان ڪلهوڙي کي فوجي لشڪر ڏئي سبي روانو ڪيو. ميان نور محمد ڪهلوڙي، سبيءَ تي حملو ڪري، ڍاڍر جي قلعي کي گهيرو ڪيو. ان ڪانپوءِ سخت جنگ لڳي، جنهن ۾ ميان نور محمد جي فوج ميدان ۾ رحيم، يوسف، گوهر ۽ پٺاڻن جي سردار پنجو کي گهڻي فوج سميت قتل ڪري ڇڏيو انڪانپوءِ ڪلهوڙن کي فتح حاصل ٿيڻ لڳي، اهو ڏسي دولت خان ۽ سبزل خان گهبرائجي ويا ۽ اچي ميان نور محمد خان ڪلهوڙي وٽ پيش پيا. ان ڪانپوءِ جنگ ختم ٿي وئي. رات جي وقت دولت خان پنيو ۽ سبزل خان پنهنجي ماڻهن سميت وجهہ وٺي ڀڄي نڪتا. ميان نور محمد جي فوج هنن جي پويان پئي،جنهن سبب دولت خان جا گهڻا ئي سپاهي مارجي ويا پر دولت خان پنيو ۽ سبزل خان بچي ڀڄي ويا.

**دولت خان لوڌي**: 'تحفة الڪرام' ۾ مير علي شير قانع ٺٽوي ڄاڻائي ٿو تہ جڏهن اڪبر بادشاهہ مرزا عبدالرحيم خان خانان کي سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ موڪليو تہ ان وقت سنڌ تي مرزا جاني بيگ ترخان جي حڪومت هئي. جنگ ۾ خان خانان کي فتح ٿي ۽ هن مرزا جانيءَ کي اڪبر بادشاهہ وٽ حاضر ٿيڻ جو حڪم ڏنو. جڏهن مرزا جاني هلڻ لاءِ تيار ٿي ويو. تڏهن خان خانان، دولت خان لوڌيءَ کي سنڌ (ٺٽي) جي حڪومت جون واڳون ڏئي، پاڻ مرزا جاني بيگ کي وٺي اڪبر بادشاهہ ڏانهن هليو ويو. دولت خان لوڌي حڪومتي نظام مغل سلطنت جي دستور مطابق هلائڻ لڳو. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ اڪبر بادشاهہ مرزا جاني بيگ کي وڏي عزت ۽ احترام سان پاڻ وٽ سڏايو. سڄي سنڌ ڪيس موٽائي ڏنائين ۽ لوڌي خان کي حڪم ڏنائين تہ مرزا جانيءَ جي حرمن کي دارالحڪومت روانو ڪيو. مرزا جاني بيگ، خان خانان کي گذارش ڪئي تہ اها اسان لاءِ وڏي بدناميءَ جي ڳالهہ آهي، جنهن تي خان خانان، اڪبر کي راضي ڪري ورتو ۽ مرزا جاني جي حرمن کي بکر کان واپس سنڌ موڪليو ويو ۽ دولت خان لوڌي حڪومتي ڪاروبار مرزا غازي بيگ ترخان جي حوالي ڪيو

**دولت خانہ** (محل): 1881ع ڌاري نواب صادق محمد خان چوٿين، ٻہ لک روپين جي خرچ سان بهاولپور ۾ هڪ ٻيو محل اڏرايو جيڪو 'دولت خانہ' جي نالي سان مشهور ٿيو. ان جي چوگرد هڪ قلعي جهڙي ڀت اڏائي ويئي هئي ۽ ڀت سان گڏ اندر هڪ سهڻو باغ پڻ لڳايو ويو هو ان جي آسپاس بگهي خاني، رٿ خاني ۽ توشہ خانيءَ جو عمارتون هيون ۽ گڏوگڏ چار سئو فوٽ ڊگهو ۽ هڪ سؤ پنجاهہ فوٽ ويڪرو تلاءُ بہ هو جنهن جي سامهون ننڍڙي سهڻي مسجد تعمير ڪرائي وئي هئي.

**دولت شاهہ امير**: نامور مؤرخ، اديب ۽ شاعر 'امير' دولت شاهہ، علاءُ الدولہ بختي شاهہ جو پٽ هو جنهن جو ڪتاب 'تذڪره دولت شاهہ' مشهور آهي، جنهن ۾ ننڍي کنڊ جي سمورن قديم فارسي ٻوليءَ جي شاعرن جو مڪمل احوال موجود آهي. دولت شاهہ ايران جي شهر اسفرائين جي هڪ جاگيردار خاندان مان هو. سندس والد، تيمور بادشاهہ جي پٽ شاهہ رخ مرزا جو خاص مصاحب هو. هن جڏهن 'تذڪره دولت شاهہ/ تذڪره الشعرا' لکڻ شروع ڪيو تہ ان وقت سندس عمر تقريباً پنجاهہ سال هئي ۽ تقريباً 892هہ/ 1487ع ۾ پنهنجي وفات واري سال مڪمل ڪيو پر هن جي وفات جي تاريخ معلوم نہ آهي. مشهور وزير علي شير نوائي، دولت شاهہ تعريف ڪندي لکي ٿو تہ هن وڏن ماڻهن سان اُن ڪري ملڻ جلڻ ترڪ ڪري ڇڏيو هو تہ جيئن پنهنجو قيمتي وقت ڪتابن جي مطالعي ۽ پنهنجي ڪتاب 'تذڪره دولت شاهہ' لکڻ ۾ صرف ڪري. هن جو ڪتاب 'تذڪره الشعرا' سڀ کان آڳاٽو تذڪرو آهي. هن تذڪري جا ست حصا آهن. هر حصي ۾ تقريباً ويهن شاعرن جو ذڪر آهي، جن جي احوال سان گڏوگڏ سندن شاعري ۽ سلطانن جو بہ تفصيلي ذڪر آهي.

ڪتاب جي تفصيلي ديباچي ۾ شاعريءَ جي جن فن تي بحث ڪيو ويو آهي. ستن حصن مان آخري حصو انهن ستن شاعرن لاءِ مخصوص آهي، جيڪي مصنف جا همعصر هئا. ان ۾ سلطان حسين مرزا بايقرا جي مدح و ثنا بہ ڪيل آهي، جيڪو بادشاهہ هئڻ سان گڏوگڏ هڪ وڏو عالم، فاضل ۽ شاعر هو. تذڪري ۾ شاعرن جي ڪلام جو تمام عمدو انتخاب ڏنل آهي. هن تذڪري ۾ فارسيءَ جي نامور شاعرن جو احوال بہ موجود آهي. دولت شاهہ پنهنجي زندگيءَ جو هر وقت صرف علم حاصل ڪرڻ ۽ تصنيف و تاليف ۾ صرف ڪيو.

**دولت شاهہ عرف بودلي بهار جو مقام**: هي قبرستان غيبي ديري سان لڳ اتر اولهہ جي ڪنڊ تي آهي. بودلو بادشاهہ سبزواري سيد هو. چيو وڃي ٿو تہ سيلاني هو ۽ سردار ملڪ غيبي خان جي والد سردار مرزا خان وٽ اچي رهيو هو. جڏهن سردار مرزا خان، مرزا پور کان لڏي اچي غيبي ديري ويٺو تہ هي درويش بہ هن سان گڏ هتي آيو ۽ هتي وفات ڪيائين. هن جي وصيعت مطابق هن کي اتي ئي دفن ڪيو ويو. جڏهن غيبي خان جو دور آيو ۽ غيبي ديري ترقي ڪئي تہ هندو توڙي مسلمان سيئي هتي رهڻ لڳا ۽ پنهنجي مئن مائٽن کي هتي بودلي بادشاهہ جي پير ۾ دفن ڪرڻ لڳا. هن وقت هي وڏو قبرستان آهي. هن بزرگ جي وفات جي تاريخ جي ڪا بہ خبر نٿي پوي.

**دولت علويہ** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي سومرا حڪمران گهراڻي جي تاريخ تي علامہ عبيدالله 'شائق' جو لکيل آهي. مصنف ڪتاب کي




118 موضوعن ۾ ورهايو آهي، جن ۾ قديم سنڌ، سومرن جو اصل نسل، مقداد جو سنڌ اچڻ، ڀونگر اول، دودو اول، نصرپور جي فتح، راڻي زينب، عمرڪوٽ جي فتح، غزنويءَ جي سنڌ تي ڪاهہ، قباچہ گهراڻي جي سنڌ تي ڪاهہ، دودو چنيسر، ليلان چنيسر، مارئيءَ جو قصو، عمر ۽ گنگا جو قصو، راڻو مينڌرو، مينڌري جي معزولي، سمن جي قوم، سمن جي فتح ۽ سومرن جي هار، سومرن جا حڪمران ۽ ٻيا ڪيترا اهم موضوع شامل آهن. مولوي عبيدالله شائق 'گذارش' جي عنوان هيٺ پنهنجي ليک ۾ لکي ٿو تہ، "دولت علويہ ڪتاب جي تصنيف ۾ مون

هيٺين ڪتابن مان مدد ورتي آهي: فتح البلدان، تاريخ طبري، بلاذري، اسماء الرجال، فتح سنڌ، سفرنامہ ابن بطوطہ، مجمل التاريخ، لُب تاريخ سنڌ، تحفة الڪرام، تاريخ فرشتہ، تاريخ معصومي، تاريخ گلزار سنڌ، نسب نامہ ڪلان، تاريخ طاهري، شجره آبائي ۽ ٻيا گهڻائي شامل آهن." سنڌ جي سومرا حڪمرانن تي لکيل هي تفصيلي ڪتاب ڪرائون سائيز ۾ 1929ع ۾ شايع ٿيو اهو ساڳيو ڪتاب گلشن پبليڪيشن، ٻيهر چار رنگي ٽائيٽل سان 2003ع ۾ شايع ڪيو آهي. ڊيمي سائيز ۾ 119 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 60 روپيا ڄاڻايل آهي.

**دولت مشترڪ** (Commonwealth): هي انهن ملڪن جي تنظيم آهي، جيڪي نو آبادياتي دؤر (colonization) ۾ برطانيہ جي تسلط هيٺ هئا. تنظيم جو پورو نالو قومن جي دولت مشترڪ آهي. هيءَ تنظيم 1926ع ۾ ان وقت قيام ۾ آئي، جڏهن برطانوي سلطنت جو زوال شروع ٿيو دولت مشترڪ جا 53 ملڪ ميمبر آهن، جن ۾ پاڪستان ۽ ڀارت بہ شامل آهن. هن



تنظيم کان علاوه بہ 'دولت مشترڪ' نالي تنظيم آهي، جيڪا 'آزاد ملڪن جي دولت مشترڪ' سڏجي ٿي. جڏهن تہ آسٽريليا جي دولت مشترڪ پڻ قائم ٿيل آهي، پر قومن جي دولت مشترڪ هڪ الڳ تنظيم آهي. هيءَ ڪا سياسي تنظيم ناهي. 'قومن جي دولت مشترڪ' وارو اصطلاح 1884ع ۾ لارڊ روز بيريءَ جي آسٽريلوي دوري جي موقعي تي متعارف ٿيو هو.

'برطانوي ملڪا ايلزبيٿ-II هن تنظيم جي سربراهہ آهي، جڏهن تہ تنظيمي معاملا سيڪريٽري جنرل سنڀاليندو آهي، پر اهو واضح رهي تہ ٻنهي عهديدارن جو ڪنهن بہ ميمبر ملڪ تي ڪو سڌو اختيار ناهي ۽ 53 ئي ملڪ آزاد آهن. دولت مشترڪ جي قيام جا مُک مقصد هن ريت آهن:

(1) اقتصادي تعاون کي هٿي ڏيارڻ،

(2) جمهوريت جي فروغ لاءِ ڪوششون وٺڻ،

(3) انساني حقن جي پاسداري ڪرڻ.

هڪ تازي اندازي موجب قومن جي 'دولت مشترڪ' جي ملڪن جي ڪل آبادي هڪ ارب نوي ڪروڙ جي لڳ ڀڳ آهي، جنهن مان 4 وڏا ملڪ ڀارت، پاڪستان، بنگلاديش ۽ نائجيريا ليکجن ٿا. جڏهن تہ ننڍي ۾ ننڍو ملڪ 'ٽو والو' ليکجي ٿو جنهن جي آبادي 11 هزار آهي. پاڪستان ان جو ميمبر آگسٽ 1947ع کان آهي، پر 1972ع ۾ تنظيم پاران بنگلاديش کي تسليم ڪرڻ تي احتجاج طور رڪنيت تان هٿ کڻي ويو هو، پر پوءِ 1989ع کان ٻيهر تنظيم ۾ شامل ٿيو تنظيم جو هيڊڪوارٽر لنڊن ۾ آهي. ڊون ميڪ ڪينون 1991ع کان ان جو سيڪريٽري جنرل آهي. هر چئن سالن بعد اولمپڪ راندين جي طرز تي 'ڪامن ويلٿ گيمز' جو انعقاد بہ ٿيندو آهي. 1999ع ۾ جنرل پرويز مشرف پاران نوازشريف جي حڪومت کي ختم ڪري، مارشل لا مڙهڻ تي تنظيم پاران پاڪستان جي رڪنيت معطل ڪئي وئي، ۽ وري 2004ع ۾ اها رڪنيت بحال وري ٿي. دولت مشترڪ جي ملڪن جي سڃاڻپ ۾ ڪرڪيٽ راند کان سواءِ روڊ توڙي پٽڙيءَ تي ڊرائيونگ جو نظام ساڄي پاسي کان مقرر آهي، جڏهن تہ انهن ملڪن ۾ آمريڪي، نہ پر برطانوي انگريزي استعمال ٿيندي آهي.

برطانوي دولت مشترڪ مختلف نسلن مختلف تهذيبن ۽ ثقافت رکندڙ ملڪن جي هڪ منفرد انجمن آهي. انهن مان اڪثريت انهن ميمبرن جي آهي، جيڪي آفريڪا ۽ ايشيا جي کنڊن ۾ برطانيہ جون بيٺڪيون رهي چڪا آهن. انهن جي هڪ پليٽ فارم تي گڏ ٿيڻ جو مقصد مختلف معاملن ۾ هڪٻئي سان سهڪار ڪرڻ، واپار کي هٿي ڏيڻ وغيره شامل آهي. برطانيہ کي هن جماعت ۾ مرڪزي حيثيت آهي، ڇاڪاڻ تہ هڪ تہ ان جي بنياد وجهندڙ ميمبرن مان هڪ آهي ۽ ٻيو ان جي ترقياتي منصوبن ۾ گهڻو حصو برطانيہ جو آهي. اڳوڻين بيٺڪيتن جو انهيءَ ۾ شامل رهڻ جو سبب هيءَ آهي تہ اها تنظيم انهن بيٺڪيتن جي اقتدار اعليٰ ۽ خود مختياريءَ ۾ ڪا رنڊڪ نہ ٿي وجهي. جڏهن تہ اها تنظيم انهن ملڪن کي سماجي ۽ اقتصادي معاملن ۾ مثبت فائدا پهچائي ٿي.

**دولهہ دريا خان**[1]: سنڌ جي لاثاني ڪردار ۽ ڄام نظام الدين جي سپهہ سالار دولهہ دريا خان جو اصل نالو 'قبوليو' هو. پاڻ ديوان لکدير جو غلام هو روايت آهي تہ: هڪ ڀيري ڄام نظام الدين شڪار تي ويو، موٽندي ڪيس سخت اڃ لڳي، پاڻ ديوان لکدير جي گهر لڙي ويو ۽ پاڻيءَ جي طلب ڪيائين. ديوان، قبوليي کي پاڻي آڻڻ جو حڪم ڏنو هن ڪيس پاڻيءَ جي گلاس ۾ ڪجهہ ڪک وجهي ڏنا. هن ايئن ڄاڻي واڻي ڪيو، ڇو تہ ڄام نظام الدين سخت گرميءَ ۾ گهڻو اڃارو هو، تڪڙو ۽ يڪ ساهيءَ ۾ پاڻي پيئڻ سبب ڪيس نقصان پهچي ها. ڄام کي ائين ڪرڻ جي حقيقت معلوم ٿي تہ پاڻ ڇوڪر جي عقلمنديءَ کان گهڻو متاثر ٿيو. ڄام نظام الدين لکيدر کان اهو نينگر خريد ڪيو ۽ مٽس دريا خان نالو رکيائين. هن کي خاص تربيت ۽ تعليم ڏياريائين. ڪيس وزيراعظم ۽ ڪمانڊر انچيف جي درجي تي آندو ويو سندس اهليت ۽ قابليت سبب نيٺ ڄام هن کي پنهنجو پٽيلو مقرر ڪيو ۽ 'مبارڪ خان' جو خطاب پڻ ڏنائين. روايت آهي تہ شاهہ بيگ ارغون 86- 1485ع ۾ ڄام ننڍي جي نائب بهادر خان کان سبيءَ جو ڪوٽ کسي ورتو شاهہ بيگ پوءِ اتي پنهنجي ڀاءُ سلطان محمد ارغون کي مقرر ڪيو. جنهن کي ڪجهہ وقت بعد دريا خان قتل ڪري ڇڏيو ان واقعي ڪانپوءِ ارغونن کي ڄام ننڍي جي دؤر ۾ وري سنڌ تي حملي جي جرئت نہ ٿي. دريا خان پنهنجي دؤر ۾ ٺٽي جي آسپاس ۾ آبپاشي نظام قائم ڪيو. خانواهہ نالي واهہ کوٽرايائين. جنهن سبب ساڪري ۽ ان جي ڀرپاسي زراعت لاءِ جهجهو پاڻي مهيا ٿيو ۽ غيرآباد زمينون آباد ٿيون. هيءَ ڪئنال کوٽڙي بئراج جي قيام تائين موجود هو.



Soorih Mirani

دريا خان کي سٺي تعميرات جو پڻ شوق هو. جام نظام الدين جو مقبرو، اترئين لنگهه وٽ لڳل ڪتبي موجب جام فيروز 1509ع ۾ ٺهرايو هو. نامور محقق پير حسام الدين راشدي اهڙي شاندار اڏاوت جو سهرو دولهه دريا خان کي ڏئي ٿو. چو ته ان وقت جام فيروز اڃا ننڍو هو ۽ نا تجربيڪار هو. 1508ع ۾ جام نظام الدين جي وفات بعد جام فيروز حاڪم بڻيو. ان وقت جام فيروز ننڍي عمر جو هو. جنهن سبب حڪومت جو سمورو ڪاروهنوار دريا خان جي حوالي ٿيو. چاڪاڻ ته جام نظام جي وفات کانپوءِ، دريا خان انهن چند ماڻهن مان هڪ هو، جيڪي سمن جي حڪمران خاندان سان هر معاملي ۾ پانهن بيلي ٿي بيٺا، پر پوءِ بين جي چوڻ تي رياست جي معاملن ۾ فيروز خان، دريا خان کي ڪا خاص اهميت نه ڏني ۽ عياشيءَ ۾ ڪاهي پيو.

دريا خان جي ڳالهين تي ڪوبه ڌيان نه ڏنو ويو. نيٺ نا اميد ٿي دريا خان ڪاوڙجي 'ڳاها' ۾ پنهنجي جاگير طرف هليو ويو. ان وقت سمن جي خاندان جو هڪ ٻيو شهزادو جام صلاح الدين ان ڪوشش ۾ هو ته ڪيئن به ڪري جام فيروز کي اقتدار مان بي دخل ڪجي. جڏهن ڪيس دريا خان جي استعيفا جي خبر پئي، تڏهن پاڻ گجرات مان سلطان مظفر ثاني (1511ع- 1526ع) جي مدد سان سنڌ تي ڪاهي آيو ۽ جام فيروز کي شڪست ڏنائين. هي واقعو 13- 1512ع ۾ پيش آيو. جام فيروز دريا خان کي پرچائڻ لاءِ ماءُ سان گڏ دريا خان وٽ سندس ڳاها واري جاگير ويو. جام فيروز ۽ سندس ماءُ جي ميڙ منٿ تي دريا خان سندس مدد لاءِ راضي ٿيو. لشڪر گڏ ڪري صلاح الدين سان جنگ جوٽيائين. پر ان جنگ ۾ دريا خان کي هن جي وزير حاجي شڪست ڏني. حاجي وزير اهڙي سوڀ جي اطلاع لاءِ هڪ خط جام صلاح الدين ڏي موڪليو. پر اهو خط اتفاقن دريا خان جي ور چڙهي ويو. جنهن ۾ هن هيراڦيري ڪري پوءِ صلاح الدين ڏي روانو ڪيو. جنهن موجب هن کي شڪست جو اطلاع ڏيندي، نصيحت ڪئي وئي ته پاڻ هڪدم ٺٽو خالي ڪري وڃي. صلاح الدين ائين ئي ڪيو. اهڙي طرح دريا خان وري جام فيروز کي حڪومت وٺي ڏني. هي واقعو پهرين شوال 1919هه / 1512ع تي پيش آيو.

دريا خان جي آخري زندگيءَ بابت مختلف روايتون آهن. طاهريءَ جو بيان آهي ته درٻاري سندس مرتبي تي حسد ڪندا هئا. انهن جام فيروز جي ماءُ کي مشورا ڏنا ته منگولن ۽ ارغونن کي گهرائي دريا خان مان نجات حاصل ڪرڻ کپي. رٿا موجب فيروز جي ماءُ شاهه بيگ ارغون کي قنڌار مان گهرايو. شاهه بيگ، خانواهه تي دريا خان سان مقابلو ڪيو. جيڪو خود دريا خان جو ٺهرايل هو. دريا خان ان ويڙهه ۾ شهادت ماڻي. ان ويڙهه دوران ڪيس نڙيءَ ۾ تير لڳو. جام فيروز پاڻ کي هن معرڪي کان پري رکيو. تاريخ معصوميءَ ۾ بيان آهي ته منگول ٺٽي آيا ۽ جام فيروز جي ملازمت ۾ داخل ٿيا. کين رهڻ لاءِ پاڙو مليو جو 'مغلواڙو' سڏجڻ ۾ آيو. مير قاسم ڪيبڪ ارغون، شاهه بيگ کي ٺٽي فتح ڪرڻ لاءِ ڀڙڪايو. اهڙي طرح شاهه بيگ ويڙهه جون تياريون ڪيون ۽ سڀ کان اول ٺلتيءَ وٽ دريا خان جي پٽن محمود خان ۽ موٽڻ خان ڪيس للڪاريو. پر شاهه بيگ ارغون اٽڪل سان ٺٽي جي پرسان خانواهه تي اچي پهتو. جتان پاٽي گهٽ هو. اتان ندي ٽپي ٺٽي پهچڻ ۾ ڪامياب ٿيو.

دريا خان، اڪيلي سر (فيروز کانسواءِ) لشڪر وٺي جنگ وڙهيو. 11 محرم 9127هه/ 22 ڊسمبر 1520ع تي هلنڊڙ جنگ ۾ دريا خان وطن جي حفاظت ڪندي، شهادت ماڻي. سندس مقبرو ٺٽي پرسان مڪلي ٽڪريءَ تي ٺهيل آهي. سندس قبر جي ڪتبي تي هيئن لکيل آهي ته:

"يا الله هٰذا مرقدا لمعطر للخان الاعظم

شهيد مبارڪ خان ابن سلطان نظام الدين"

[معنيٰ: "هي معطر مقبرو خان اعظم شهيد مبارڪ خان ولد سلطان نظام الدين جو آهي."]

ان کان سواءِ قبر جي پٿر تي قرآني آيتون پڻ اڪريل آهن.




**دولهه دريا خان [2] (ڪتاب):** دولهه دريا خان، چنا شبير 'ناز' جي لکيل ڊرامن جو ڪتاب آهي، جنهن ۾ چار ايڪٽ آهن. هيءُ ڊرامو سنڌ جي عظيم محب وطن شخص ۽ جام نظام الدين سمي جي سپهه سالار ۽ وزيراعظم بابت آهي، جنهن پنهنجو سر وطن تان گهوريو. ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب ۾ 100 صفحا آهن ۽ ڪتاب جي قيمت 10 روپيا آهي.

**دولهه دريا خان جو تڪيو:** دولهه دريا خان جو هي تڪيو لاڙڪاڻي ضلعي جي مشهور ڳوٺ ڳيريلي، تعلقي باقراڻيءَ ۾ آهي. جنهن کي 'جڪرلو' به چوندا آهن. (اياز پاڳٽ جو مضمون: 'دولهه دريا خان جو حسب نسب') هتي هڪ مقبري ۾ به علامتي قبرون آهن، جن ۾ ڪو به لاش دفن ٿيل نه آهي، جنهن لاءِ روايت آهي ته دولهه دريا خان ٺهرايون هيون. جڏهن ته دريا خان جي پنهنجي قبر مڪليءَ (ضلعي ٺٽي) ۾ آهي. اها به روايت آهي ته هي دريا خان جو اصلي ڳوٺ هو ۽ هن پنهنجي قبر ڳوٺ ۾ ٺهرائي ڇڏي هئي. هتي واضح رهي ته تڪيي مان مراد آخري آرامگاهه نه وٺڻ گهرجي، چاڪاڻ ته دريا خان، مانجهندن (ضلعي جام شوري) کان پريان به هڪ عمارت جوڙائي هئي، جيڪا روينيو رڪارڊ ۾ 'دريا خان جي مقام' جي نالي سان موجود آهي، پر عام ماڻهو ان کي 'دريا خان جي بيٺڪ/ اوطاق' سڏين ٿا. (وڌيڪ ڏسو: **دريا خان جي بيٺڪ**).

**دولهه دريا خان جو مقبرو:** هيءُ مقبرو سنڌ جي امر شهيد ۽ سمن دؤر حڪومت جي وزيراعظم دولهه دريا خان جو آهي. هيءُ مقبرو مڪلي جي ٽڪريءَ تي جام نظام الدين جي مقبري جي بلڪل سامهون آهي. هي مقبرو 1490ع ڌاري تعمير ڪيو. جيڪو پندرهين صدي عيسويءَ جو بهترين تعميراتي يادگار معلوم ٿئي ٿو. هيءُ مقبرو اڏاوت ۾ منفرد آهي، جنهن تي ڪنهن به قسم جو گنبذ وغيره اڏيل ناهي، بلڪه هڪ چوديواري آهي، جنهن جي وچ صحن تي قبرون آهن. مقبري جي ڏاکڻين ديوار جي مهاڙيءَ تي ڪنگرا ۽ پاريڙو ڏنل آهي ۽ خوبصورتيءَ لاءِ ٻنهي پاسي هڪ جارو جڙيل آهي. مقبري جي اندرئين پاسي ۾ اولهه واري پٽ ۾ محراب ٺهيل آهي، جنهن جي هر پاسي تي پٿر جا پاوا ٺاهيل آهن. محراب ۽ چئني



Soorih Mirani

پاسن واري ديوار توڙي پاون تي نهايت ئي نازڪ ۽ نفيس قسم جي چٽسالي ٿيل ملي ٿي. مقبري کي ٻہ لنگهہ آهن. هڪ ڄام نظام الدين واري مقبري جي طرف يعني ڏکڻ کان ۽ ٻيو اولهہ کان ڇڏيل آهي.



مقبرو ڏيڍ ٻن فوٽن تا ٿين زمين کان مٿي آهي. جنهن ڪري لنگهہ ۾ ڏاڪڻيون ٺهيل آهن. ديوار تي محرابي بُرجَ بہ ٺهيل آهن. هن تاريخي عمارت ۾ پيلي گهڙيل پٿر جو استعمال ٿيل آهي. مقبري جي مهاڙيءَ ۾ چوڪور دروازو آهي. دروازي جي مٿان بہ اڪر ٿيل آهي. مهاڙي وري ٻيڙ ٻني تي پندرهن برجيون آهن ۽ ٻنهي پاسي جارا ڇڏيل آهن. جن کي گهوڙيون ڏنل آهن. مهاڙي واري در ۾ هينئر ڪاٺ ۽ جاريءَ جو ٺهيل در هنيو اٿن. مقبري جي صحن ۾ دولهہ درياهہ خان جي مزار وچ تي آهي، جنهن جي مٿان تاج آهي، جيڪو بہ پٿر جو آهي. دولهہ دريا خان جي مزار مقبري ۾ موجود ٻين مزارن وانگر پٿرن جي ٿلهي تي آهي. هن مزار تي بہ چٽسالي ۽ اڪرجو ڪم ٿيل آهي. دولهہ دريا خان سنڌ جو اهو سورمو آهي (وڏيڪ ڏسو دولهہ دريا خان). جنهن سنڌ جي ننگ ۽ ناموس تان پٽن سميت قرباني ڏني ۽ شهيد ٿيو. هيءُ مقبرو عمارت سازيءَ ۾ سنڌي عمارت سازي جو نادر نمونو آهي.

**دولهہ رام شوقي:** ڪتاب 'تذڪرہ مقالات الشعراء' ۾ ميرعلي شير قانع ٺٽوي ڄاڻائي ٿو تہ، دولهہ رام شوقي، ديوان گدو مل جو ملازم هو. دولهہ رام عالم، فاضل ۽ شاعر هو. پر انشاء پردازيءَ جي فن ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. ڪلهوڙن توڙي ٽالپرن جي درٻار سان بہ وابستہ رهيو. هي هالا ڪنڊيءَ ۾ رهندو هو.

دولهہ رام شوقي سنڌ جي نامور تاريخدان، محقق ۽ شاعر مير علي شير قانع جو صحبتي پڻ هو. 'مقالات الشعراء' يا ٻين ڪتابن ۾ ميرعلي شير قانع گهڻيون روايتون دولهہ رام شوقيءَ کان نقل ڪيون آهن.

**دونهاتيل راتيون ۽ رولاڪ** (ڪتاب): هي ڪتاب نامور ڪهاڻيڪار ۽ ناول نگار غلام نبي مغل جو ٻيو نمبر ناول آهي. سندس پهريون ناول 'اوڙاهہ' هو. هن ناول ۾ سنڌ جي سماج ۾ 1970ع کان پوءِ آيل تبديلين ۽ بحرانن جو نقشو چٽيو ويو آهي. ان دور جي ئي ڪجهہ ڪردارن ۽ واقعن جي تسلسل جي آڌار تي هن ناول جو تاڃي پيٽو اُڻيل آهي. جنهن ۾ سجاڳ ۽ ساڃاهہ رکندڙ نوجوانن جي ذهن ۾ پيهجي ويندڙ بيچيني ۽ فرسٽريشن جي وڌندڙ ڦهلاءَ جو تذڪرو آهي تہ ٻئي پاسي فيوڊل ۽ وڏيرڪي سماج جي اڏجندڙ گهڻ پاسائين اها عمارت بہ نظر اچي ٿي، جنهن جي بنياد ۾ ويهين صديءَ جي آخري چوٿائيءَ جي سنڌ جي عوام جي ووٽن جي سگهہ ۽ ساٿ موجود آهي.




هن ناول ۾ هڪ شهري پوڙهي شخص جي حيرت موجود آهي، جنهن جو نوجوان پٽ جديد تعليم جي حاصلات کان پوءِ بہ ملڪ جو قانون توڙي ٿو. سندس پڙهيل ساٿي، ڪجهہ دوستن جي مارجي وڃڻ کان پوءِ ايجنسين جي ور چڙهي وڃن ٿا ۽ مٿن ملڪ دشمنيءَ جا الزام لڳن ٿا. پوڙهو شخص نوجوانن جي آزاديءَ لاءِ پنهنجن دوست اسيمبلي ميمبرن وٽ بہ وڃي ٿو. پر ڪيس انصاف پلئہ نہ ٿو پوي. سنڌ جي ان پوڙهي شخص جي روپ ۾. ناول نگار سنڌ جي حيران پريشان عام ماڻهوءَ جو نقش چٽيو آهي، جيڪو نوجوانن جي جدوجهد ۾ پُرامید آهي.

ڊيمي سائيز جي 217 صفحن تي مشتمل هي ناول، نيو فيلڊس پبليڪيشن 1996ع ۾ ڇاپيو آهي، جنهن جي ڪچي جلد جي قيمت 80 روپيا ۽ پڪي جلد جي قيمت 120 روپيا آهي.

**دونهون:** جڏهن ٻاهہ ٻرندي آهي تہ ٻارڻ مان سنهن سنهن ذرن سان گرم هوا مٿي اٿندي آهي، ان کي دونهون چوندا آهن. دونهي ۾ ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ جا ذرا ۽ ٻيون ڪيتريون ئي گئسون هونديون آهن، جيڪي



ڪنهن مادي کي ٻاهہ ڏيڻ جي ڪري ان مان خارج ٿينديون آهن. ڪنهن بہ مادي، ڪاٺين، ڪکن، ڪاغذن وغيرہ جي سڙڻ واري شروعاتي مرحلي ۾ دونهون وڌيڪ نڪرندو آهي. دونهين ۾ ڪاربان جا سڙيل ذرا وڏي مقدار ۾ هوندا هئا. جڏهن سڙڻ جو عمل تيز ٿيندو آهي تہ دونهون گهٽ ٿيندو آهي. اڳاٽي زماني ۾ جنگ دوران اهم جڳهين تي دشمن جي حملي کان بچائڻ خاطر دونهين جا ڪڪر پيدا ڪيا ويندا آهن. اهو دونهون بيڪار تيل کي ساڙي پيدا ڪيو ويندو هو. دونهين جا ڪڪر انهن مقامن کي لڪائي

چڏيندا هئا ته جيئن دشمن جي نظر انهن تائين نه پهچي سگهي. ڀهراڙين ۾ اڪثر مال جي وٿاڻن مان مڇرن کي ڀڄائڻ لاءِ دونهون ڪيو ويجي ٿو. ان سميت باغن وغيره ۾ به وڻن کي نقصان پهچائيندڙ جيتن جي خاتمي لاءِ دونهون ڪيو ويندو آهي.

ڍاڳيا مال کي مڇرن کان بچائڻ لاءِ ڍاڻ جو دونهون ڪن. انهيءَ تمثيل آڏار لطيف سائين دونهي کي سر سهڻي ۾ به ڪتب آندو آهي. سهڻي ٿي چوي ته ميهار جون دونهيون منهنجي دل اندر آهن.

محبتي ميهار جون، دل اندر دونهيون،
آٽيو وجهي آر ۾، لوهاٽيون لوهيون،
جي ساهڙ جون سونهيون، سر سراڙو تن کي.

*(حوالو: بلوچ ڊاڪٽر، شاهه جو سچو، صحيح سربستو رسالو، سر سهڻي، داستان چوٿون، بيت نمبر 19، صفحو 518).*

**دونهين**: دونهين شام جي وقت چوپايي مال کي مڇرن کان بچائڻ لاءِ وٿاڻ جي ڍاڻ مان ٽاندن سان ٻاريل ڏڳيءَ کي چيو ويندو آهي. ڳوٺن ۾ اڪثر مڇرن جي موسم ۾ (گهٽين گهُٽن ۽ برساتن) ۾ چوپايي مال کي مڇرن کان بچائڻ لاءِ ڪئي ويجي ٿي. پاڻيءَ جي ڍبن ۽ ڪچري جي ڍيرن تي مڇر پيدا ٿيندا آهن ۽ پوءِ رات جو اهي گهرن ۾ پاليل چوپائي مال کي چڪ پائيندا آهن. انهن جي چڪڻ سبب چوپايو مال متاثر ٿئي ٿو. تنهن کي مڇرن کان بچائڻ لاءِ ڳوٺ جون عورتون صبح کان ئي ڪک ڪانا، مال جي گاهه جا لتاڙيل ۽ ڇڏيل ذرا (اولڙ). مال جا ڇيڻا ان دونهينءَ تي اڇلائينديون رهنديون آهن ۽ پوءِ جيئن ئي مال وٿاڻن ڏانهن ورندو آهي ۽ مڇرن جو وقت ٿيندو آهي ته ان کي تيلي ڏيئي دکائينديون آهن. هي دونهيون اڪثر مڇرن کي ڀڄائڻ جي خيال کان ٻاريون وڃن ٿيون. سڪل ۽ آلي ڪچري مان دونهون گهڻو نڪرندو ۽ آسپاس پکڙبو آهي، جنهن سان مڇر آسانيءَ سان جلد مال جي وٿاڻ مان ڀڄي ويندا آهن.

دونهين کي لطيف سائين به پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪتب آندو آهي ته:

ڪٿي ٿئو ميهار، ڪٿي ٿو گهنڊ گڙي،
ڪٿي دونهين دوست جي، ڪٿي پريون پار،
جه مون سڀ ڄمار، جر ۾ جهوتون ڏنيون.

*(سُر سهڻي: بلوچ، ڊاڪٽر: شاهه جو سچو، صحيح سربستو رسالو ص: 520)*

- تياڳ ويراڳ جا پانڌيئڙا، دنيا کان بي غرض ٿي جهر جهنگ جهاڳيندڙ جوڳي به پنهنجي عارضي آستانن تي دونهيون دکائيندا آهن ۽ پنهنجي منهن اڪيلائي ۾ ويهي رب ۽ رام کي ريجهائيندا يعني حقيقت کي ڳولڻ جي ڪندا آهن. اهڙن جوڳين ۽ سامين سناسين جي مڙهين ۽ دونهين (عارضي آستانن) جو ذڪر شاهه عبداللطيف ڀٽائي پنهنجي سُر رام ڪلي ۾ ڪيو آهي. جوڳين جي دکايل دونهين جو ذڪر گهڻن ئي بيتن ۾ ملي ٿو:

جي ڀانئين جوڳي ٿيان، ته سڳيون سيليون ڇڏ،
دونهنيئُون دور ٿيءُ، مڙهي مور مَ اڏ،
سپيريان جي سڏ، نانگا وانءُ نگئو

*(ص: 434)*

**دونهين جي درگاهه**: دونهين جي نقوي پيرن جو مورث اعليٰ سيد محمد شاهه هڪ سيلاني فقير عارف ۽ درويش ٿي گذريو آهي. ڪلهوڙن جي اوائلي دؤر ۾ هيءُ درويش سير سفر دوران ملتان مان ٿيندو سيوهڻ ۾ حضرت لعل شهباز قلندر جي درگاهه تي آيو جتي ڪجهه عرصو رياضت ڪري مدئجي ضلعي شڪارپور جي ڀرسان هڪ ڳوٺ ۾ اچي رهيو اتي ڪجهه وقت حڪومت ڪري، هي رياست خيرپور جي هڪ ڳوٺ ميان خان ۾ اچي رهيو جتي وفات ڪيائين. ڪيس شيخ طيب جي مقام ۾ سپرد خاڪ ڪيو ويو. انهيءَ سفر دوران سندس فرزند سيد موٽڻ شاهه به ساڻس گڏ هو. جيڪو پنهنجي پيءُ جي وفات کان پوءِ 'تارڪ طريل' ۾ اچي رهيو. جتي 'سيد' جي بدران 'آهيڙي' سڏايائين. هو هڪ وڏو صاحبِ ڪرامت هو. تنهنڪري سندس اصل ذات لڪي نه سگهي. ماڻهن جي رجوعات ڏسي هي سيد اتان هجرت ڪري ٻيرلوءِ شهر جي ڀرسان ڳوٺ ميرانپور ۾ اچي 'دونهين' دُکائي ويهي رهيو. ان ڳوٺ ۾ ڦُليا ذات جا ڪجهه زميندار رهندا هئا. جن سيد موٽڻ شاهه کي ستائڻ شروع ڪيو. جنهن ڪري ڦلين کي پاراتو ڏنائين ته:

ڪريا ڪوهه ڦلين جا، ولهيون ٿيون وايون،
جيڪي جهنگ چڙي ويون، سي نه آيون،
انهن جون مايون، پيون جنڊ ڪڍنديون.

روايت آهي ته انهيءَ ڏينهن کان وٺي ڦلين جا ڪوهه ڦٽي ويا ۽ هو هڪ هڪ ٿي اتان لڏي ويا. ڳوٺ جا باقي ماڻهو شاهه صاحب جا معتقد بڻجي ويا. ان ڏينهن کان ئي ميرانپور تي 'موٽڻ شاهه جي دونهين' جو نالو پئجي ويو. سيد موٽڻ شاهه جي وفات ڪانپوءِ سندس وڏو پٽ ابراهيم شاهه 'دونهين جي درگاهه' جو سجاده نشين ٿيو. جيڪو به پنهنجي وقت جو وڏو ڪامل ولي ٿي گذريو آهي. مخدوم محمد اسماعيل پريان لوءِ وارو سندس گهاٽو دوست هو. سيد ابراهيم شاهه کي سيد مهر علي شاهه، سيد پير شاهه، سيد مقصود علي شاهه ۽ سيد حيدر علي شاهه نالي چار فرزند هئا. جن مان سيني کان ننڍو فرزند سيد حيدر علي شاهه درگاهه جو سجاده نشين ٿيو. ان ڪانپوءِ سندس فرزند سيد عابدين شاهه گادي نشين ٿيو. جنهن بعد سندس فرزند سيد لشڪر علي شاهه درگاهه جو سجاده نشين ٿيو. ان ڪانپوءِ سندس پٽ خاڪي شاهه (اول) گاديءَ تي ويٺو. اهي سمورا سادات پنهنجي دؤر جا عالم، فاضل ۽ صاحبِ ڪرامت ٿي گذريا آهن.

سيد خاڪي شاهه (اول) جي وفات کان پوءِ سندس پٽ سيد الله بخش شاهه درگاهه جي مسند سنڀالي، سيد الله بخش شاهه کي سيد جعفر علي شاهه ۽ سيد انور علي شاهه نالي ٻه فرزند ٿيا. جن مان سيد انور علي شاهه درگاهه جو گادي نشين ٿيو. جنهن کي سيد فقير علي شاهه ۽ سيد صادق علي شاهه نالي ٻه فرزند هئا. جيڪي ٻئي چڱا درويش هئا. جن مان سيد فقير علي شاهه دونهين جي درگاهه جو سجاده نشين ٿيو. سيد فقير علي شاهه کي سيد خاڪي شاهه (ثاني) ۽ سيدعلڻ شاهه نالي ٻه نينگر هئا. سيد خاڪي شاهه (ثاني) سيد فقير علي شاهه ڪانپوءِ درگاهه جي گادي سنڀالي. سيد خاڪي شاهه (ثاني) ڪانپوءِ سندس فرزند سيد بخش علي شاهه درگاهه جو گادي نشين مقرر ٿيو.

**دوهو** (صنف): هندي ۽ سنڌي نج ڪلاسيڪي شاعريءَ جي هڪ اهم ۽ بنيادي صنف 'دوهو' آهي، جنهن کي صدين جو پسمنظر آهي. اصل ۾ دوهو پراڪرت ۽ اپڀرنش دور جي هڪ مقبول صنف آهي، جنهن دور ۾ مقامي زبانون ۽ شاعري هڪ ارتقائي دور مان گذري رهيون هيون. دوهو اصل ۾ ٻن سٽن وارو بيت آهي، جنهن جو سٽاءُ مثنويءَ جي بيتن واري هيئت وارو آهي. پر مثنويءَ جا بيت گهڻو ڪري علم عروض جي وزنن تي آڌاريل هوندا آهن، پر دوهو، هندي ڇند يا پنگل جي ماترائن تي لکيو ويندو آهي.

پنگل يا ڇند، قديم هندي شاعريءَ جو وزني نظام (Prosodic system) آهي. عالمن ۽ مها ڪوين مختلف ڇندن کي ڌار ڌار نالا ڏنا آهن، جن مان 'دوها ڇند' بيهڪ، سٽاءَ ۽ ماترائن جي خيال کان نهايت اهم آهي. 'دوهو'، 'دوها ڇند' ۾ ئي لکيو ويندو آهي. دوهو، ٻن سٽن جو شعر آهي، جنهن ۾ ٻنهي سٽن جي آخر ۾ تُڪون/ قافيا ايندا آهن. الف- ب جا اکر سُرن (vowels) يعني حرف علت ۽ حرف صحيح (Consonants) تي مشتمل ٿيندا آهن، جيڪي ملي لفظ جوڙيندا آهن. شاعريءَ ۾ لفظن (شبدن) جا 'پَدَ' (چرڻ) ٿيندا آهن، جيڪي ننڍن ۽ ڊگهن آوازن يا اُچارن تي ٻَڌل هوندا آهن. ڊگهي آواز لاءِ ٻٽي ماترا يعني ٻه ماترائون ٿينديون آهن، جنهن کي 'گرو ماترا' چوندا آهن ۽ ننڍي آواز لاءِ هڪ ماترا ٿيندي آهي، جنهن کي 'لگهو ماترا' چوندا آهن. دوهي جي هر سٽ ۾ ٻه چرڻ (پد يا مصرعا) ٿيندا آهن، جن جي اُچارڻ ۾ جيڪا ويرم يا ساهي لڳندي آهي، اُن کي 'وسرام / بسرام' يا 'يت' چيو ويندو آهي. دوهي جي پهرئين ۽ ٽئين چرڻن ۾ 13، 13 ماترائون ۽ ٻئي ۽ چوٿين چرڻ ۾ 11، 11 ماترائون ٿينديون آهن. يعني دوهي جي هر سٽ 24، 24 ماترائن جي ٿيندي آهي ۽ هڪ دوهي جون ڪل ماترائون 48 ٿينديون آهن. مشهور شاعر الياس عشقيءَ پنهنجي ڪتاب 'دوها هزاريءَ' ۾ 'دوها ڇند ڪلا' هيٺ، دوهن جي روپ ۾ دوهي جي وصف هيٺينءَ ريت بيان ڪئي آهي:

دو دل، چرن چار ہوں، تُک آخر میں آئے،
کُل چوبیں ہوں ماترے، تو دوہا کہلائے۔

یاد رکھے کوئی اگر، اتنی بات سلیں،
چارنوں چرنوں میں رہیں، ماترے اڑتالیں۔

تیرہ گیارہ ماترے، دونوں دلوں میں جان،
یہی ہے دوہا چھند کی، پنگل میں پہچان۔

گرو، لگھو مل جائیں، تو ٹھیک ہو دوہا چال،
'یتی' رہے اپنی جگہ، تو دوہا بنے کمال۔

دوهي جو خاڪو يا سٽاءُ هن ريت آهي:

13 ________ ، + ________ 11 ، = 24 ماترائون
13 ________ ، + ________ 11 ، = 24 ماترائون

دوهي جي تقطيع (analysis) هيٺئين نموني ٿيندي:

آئي تُنهنجي ياد جي، اِئن ڳِذ ريءَ ۾ ڳونجَ، = 24 ماترائون
2 2 2 2 2 1 2 2 2 2 2 2 1

آ ڪيري مان جئن وجي، اُڏري ڪائي ڪونج، = 24 ماترائون
2 2 2 2 2 1 2 2 2 2 2 2 1

مٿي شيخ اياز جي دوهي جي تقطيع ڏني وئي آهي، دوهي جو هڪ ٻيو مثال به ڏجي ٿو:

پهتو من ۾ پارَ کان، جئن چوليءَ جو ڇوهُ،
ويجهي آئي جو ڪنڌي، مانو ٿي ويو موهُ.

(اياز)

دوهي جا هندي شاعريءَ ۾ ڪيترائي قسم آهن، جن مان مکيه هيٺيان آهن: وڏو دوهو (بڙا دوها)، تونبيري دوهو، ڪرو دوهو، پنج ڪُٽيو دوهو وغيره. هنن دوهن ۾ چرڻن (پدن) جي تبديل ۽ ماترائن جي گهٽ وڌائي ٿئي ٿي.

هندي ۽ سنسڪرت شاعريءَ جي دوهن وانگر قديم سنڌي شاعريءَ ۾ به اسان کي دوها ملن ٿا. شيخ حماد جمالي (1378ع) جو هيٺيون بيت، دوهي جي سٽاءَ ۾ آهي:

جوڙو مت اوڙو، آءُ تماچي آءُ،
سباجهي ٻاجهه پئي، تو سين ٽٽو راءُ.

شيخ حماد کان پوءِ قاضي قادن، شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري، ميين شاهه عنات رضوي، شاهه لطيف، سچل سرمست وٽ ڪجهه دوها ملن ٿا، جن ۾ ماترائن جي معمولي گهٽ وڌائي آهي، پر انهن دوهن کي دوهن بدران بيت، ڏوهيڙو ۽ دوهڙو چيو ويندو آهي.

مثال طور (قديم دوها):

جي سالورو سُڌ لهي، ڪَنولان سندي ڪاءِ،
تہ پيوءِ پاتال ۾، هُوند نہ مِٽي ڪاءِ!

(قاضي قادن)

هنيون ڏجي حبيبَ کي، لڳَ ڳَڏجن لوڪَ،
ڪُڏيون ۽ ڪِروتون، ايءُ پڻ سڳر ٿوڪَ.

(شاهه ڪريم)

وڏيل ٿي وايون ڪري، ڪُتل ڪوڪاري،
هُن پَن پنهنجا ساريا، هوءَ هنجون هڏن لئہ هاري.

(شاهه)

اهڙيءَ ريت موجوده دؤر ۾ هن قديم صنف کي جديد دؤر جي شاعرن تمام گهڻو مقبول بڻايو آهي، جن ۾: شيخ اياز، نارائڻ شيام، هري دلگير، تنوير عباسيءَ، امداد حسينيءَ، استاد بخاريءَ، راشد مورائيءَ، مير محمد پيرزادي، تاج جويي، ادل سومري، اياز گل، وسيم سومري، نصير مرزا، آسي زمينيءَ ۽ ٻين اڪثر شاعرن دوهي تي طبع آزمائي ڪري، هن صنف کي مقبول ڪيو آهي، پر سنڌيءَ ۾ اڪثر دوها 13 + 11 ماترائن جي ترتيب کان سواءِ 13 + 10 ۽ 16+ 11 ماترائن واري ترتيب سان به ملن ٿا. ڪجهه مثال جديد دوهن جا هيٺ ڏجن ٿا:

جديد دوها:

پٽر ڪرندي ڍنڍ ۾، جيئن ٿيو آواز،
پر ٿي بيٺل وڻ منجهان، پکيءَ ڪيو پرواز.

(13+ 11 ماترائن واري ترتيب تي نارائڻ شيام جو دوهو)

مٺڙا مٺڙا ماڻهو تن جا، پيارا پيارا نانوَ،
آيا ڇايا منهنجي من تي، جئن ڪڪريءَ جي ڇانوَ.

(16 + 11 ماترائن واري سٽاءَ تي شيخ اياز جو دوهو)



Soorih Mirani

**دهر** (سورة): قرآن مجيد جي سورة دهر کي عربي ٻوليءَ ۾ ’اَلدَّهر‘ ڪري لکيو ويجي ٿو، جنهن جي تلاوت جو عدد 76 ۽ نازل ٿيڻ جو عدد 98 آهي. هن سورة کي ’سورة الانسان‘، ’الابرار‘، ’الامشاج‘ ۽ ’سورة هل اَتيٰ‘ جي نالن سان به سڏيو ويجي ٿو. *(روح المعاني 29: 15، فتح البيان 10: 163، الاتقان ص 11)*.

هيءَ سورت ٻن رڪوعن ۽ 31 آيتن تي مشتمل آهي. اسلامي محققن جي راءِ مطابق هيءَ سورة مدني يعني مديني ۾ نازل ٿي، پر ڪن محققن جي چوڻ مطابق هي سورة مڪي آهي. هن سورة ۾ الله تعاليٰ خوشين ۽ تاحيات نعمتن جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪي آخرت ۾ ايمان رکندڙن ۽ نيڪ بندن کي حاصل ٿينديون. (تفسير المعاغي 29: 159، روح المعاني 29: 15).

هن سورة جي شروعات ۾ ’حڪمت باالله‘ جو ذڪر ٿيل آهي، جنهن انسان کي وجود بخشيو ۽ ان کي نيڪ ۽ خراب کي پرکڻ جي صلاحيت عطا ڪئي، ان کان پوءِ رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جي صبر، استقامت ۽ تهجد گذاريءَ جو ذڪر ٿيل آهي. ان کان سواءِ هن سورة جي ڪجهه آيتن ۾ ڪافرن، نافرمانن ۽ دنيا جي پويان هلندڙن کي به تنبيهه ڪئي وئي آهي ته هيءَ دنيا گهڻو وقت نه رهڻ واري آهي ۽ قيامت جو هيبتناڪ ڏينهن ضرور اچڻو آهي. هن سورة جي آخري آيتن ۾ الله تعاليٰ بيان ڪري ٿو ته: رحمت، مصيبت، نجات، عذاب ۽ سڀ شيون مون (الله جي) تابع آهن. *(تفسير المداني 29: 177)*

حديث جي علم مطابق حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم هڪ دفعو سورة العصر جي تلاوت ڪرڻ کان پوءِ اصحابه ڪرام کي فرمايو ته: جيڪو ڪجهه آءٌ ڏسان ٿو سو توهان نه ٿا ڏسي سگهو يا جيڪو ڪجهه آءٌ ٻڌان ٿو سو توهان نه ٿا ٻڌي سگهو: آسمان جو آواز برحق آهي ۽ چئن آڱرين جيتري به جاءِ نه آهي، جتي فرشتن سجدو نه ڪيو هجي. الله جو قسم! جيڪو ڪجهه آءٌ ڄاڻان ٿو جيڪڏهن توهان کي معلوم ٿي وڃي ته توهان کلڻ جي بدران گهڻو روئو ۽ دنيا جون سموريون لذتون ڇڏي الله جي حضور ۾ حاضر ٿيڻ لاءِ ڊوڙو. (فتح البيان 10: 164) هڪ ٻئي هنڌ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جيڪو هن سورة جي تلاوت ڪندو الله تعاليٰ ان کي جنت جون نعمتون عطا ڪندو. (الڪشاف 4: 477، تفسير البيضاوي 2: 377)

**ڏُهري** (ڳهه): دهري ڳچيءَ جو ڳهه آهي، جيڪو سنڌ ۾ آڳاٽي دور کان رائج آهي. هيءَ ڳهه خاص طور سنڌ ۾ عورتن جي هار سينگار جو نهايت ئي عمدو ڳهه آهي، جنهن کي اهي وڏي ذوق سان پائينديون هيون. آڳاٽي زماني ۾ راجا، بادشاهه، شهزادا مرد به دهريون پائيندا هئا، پر هاڻي گهڻو ڪري فقط راڻيون، شهزاديون ۽ امير گهراڻن جون عورتون هيءَ ڳهه زيب زينت لاءِ پائين ٿيون. ڏهري نج سون مان جڙيل هوندي آهي، ان ۾ مَٽ بلڪل ڪونه ملائيندا آهن ۽ ان ۾ سون جهجهي مقدار ۾ هوندو آهي، تنهن ڪري هيءَ ڳهه مهانگو ٿئي ٿو.

دهريءَ جا قسم ۽ نالا دهريءَ جي گهاڙيٽي ۽ لڙين جي تعداد جي مطابقت سان سڏجن ٿا، جهڙوڪ: ٽه سري، پنج سري ۽ ست سري ڏهري وغيره. هڪڙيون دهريون بندن واريون ٿين ٿيون، جن ۾ پٽل ۽ پٽل واريون لڙيون پوئيل هونديون آهن. ڪي وري رڳو ٽن، پنجن ۽ ستن پٽلن واريون لڙيون هونديون آهن. پُٽلا ننڍا توڙي وڏا ڏهريءَ ۾ ترتيب سان لڳايا ويندا آهن. پٽلن تي ڪُندن جو ڪم ٿيل هوندو آهي. ڏهري ساهرا به ڏين ته پيڪا



به ڏين . دهري جيڪڏهن ساهراڻي هوندي ۽ چوڪري ساهرن ۾ خوش نه هوندي ته اهو پهاڪو ڏيندا آهن ته:

ڳچيءَ ۾ ڏُهري، مٽي تي مُهري،
امڙ اهڙي سک کي ٻن وجهجي.

لوڪ گيتن، ڳيچن، سهرن ۽ لوڪ ادب ۾ پڻ ڏهريءَ جو تمام گهڻو ذڪر آهي، مثال طور:

دهري لاڏل جي مان لاڙئون گهڙايان،
لاڙئون گهڙايان، پائر سڏايان!

سونارا هيءَ ڳهه وينجهر ٻڙن کي لاک ۽ جوَ سان ڏهريءَ ۾ لڳائي جُڙي ئاهي تيار ڪن ٿا. ڏهريءَ جا خاص ڪري به قسم ٿين ٿا. هڪ سنڌي ڏهري ۽ ٻي فيشني ڏهري. فيشني ڏهريءَ تي زرقون ۽ ٻين ننگن جي جڙاءَ سميت ڪاسٽنگ جو ڪم به ٿئي ٿو. چلائيءَ ۽ جاريءَ جو ڪم به ڪيو ويندو آهي. ڏهري ۾ داڻا، مٽيا، پتلو بند ۽ ست ڪم ايندو آهي.

**دهريت**: اهو نقط نظر جيڪو خدا جي وجود ۽ تصور جو انڪار ڪندو آهي. هن جو استعمال انهن سيني فلسفين ۽ مفڪرن لاءِ ڪيو ويجي ٿو جيڪي ڪائنات جي تجرباتي شعوري دليل تي پنهنجي نقط نظر سان مادي دنيا کي سڀ ڪجهه تسليم ڪندا آهن ۽ ڪنهن لامحدود، لامڪان ۽ ڪنهن پيدا ڪندڙ ذات تي يقين نه رکندا آهن. هيءَ گروهه دنيا کي ماضي ۽ حال ٻنهي کي قديم ۽ دائمي سمجهندو آهي ۽ انهيءَ عقيدي جي حساب سان قيامت ۽ آخرت جي زندگي کان انڪاري هوندو آهي. هن فلسفي جا مڃيندڙ رب، خلق، ثواب، عذاب، دين اسلام ۽ ٻين مذهبن کي ڪا به حقيقت يا آخري شيءِ نٿا سمجهن ۽ زندگيءَ جي مڙني اصولن جو انحصار پنهنجي دماغي روش تي آڌاريل قرار ڏين ٿا. هنن جي خيال ۾ عالم جي ابتدا جوهري ذرن جي اتفاقي تصادم سان ٿي، جيڪي ان کان پهرين فضا ۾ هيڏانهن هوڏانهن ڦرندا رهندا هئا. هنن کي ’دهريا‘، ’ماديت پرست‘ يا ’لادين‘ به چيو ويندو آهي.

**دهشتگرد**: لفظ دهشت جو مطلب آهي ’ڌهڪاءُ، ڊپ، خوف، ڊڄ‘ وغيره. عام ماڻهن ۾ هٿيارن وسيلي جاني ۽ مالي نقصان پهچائڻ جو خوف ۽ هراس پيدا ڪرڻ وارن کي دهشتگرد سڏيو وڃي ٿو. نفسياتي طرح

دهشتگردي، اخلاقي نفسيات جو هڪ مرض آهي. دهشتگرد ڪڏهن ڪنهن کي ماري، ختم ڪري يا نقصان پهچائي، پڇتاءُ ۽ ڏک محسوس نہ ڪندو آهي. ڪيس پنهنجي بُري فعل تي ڪا بہ ندامت نہ ٿيندي آهي. دهشتگرد ڪنهن مالي يا جسماني تڪليف مان ڪو بہ سبق نہ پرائيندو آهي. دهشتگرد جيڪڏهن جيل ۾ وجي ۽ ڪيس سخت پورهئي سان سزا ملي، تہ بہ سندس سڌرڻ محال آهي. دهشتگرد جي اها بہ نشاني آهي تہ سندس ذهن ۾ جيڪي ڪجھ آيو، اهو ڪم ترت ڪندو ۽ سوچيندو سمجھندو ڪونهي تہ انهيءَ جا نقصان يا نتيجا ڪهڙا نڪرندا. هو پنهنجي جذبن تي قابو رکي نہ سگھندو آهي ۽ ڪاوڙ ۾ مرڻ مارڻ لاءِ تيار ٿي ويندو آهي. دهشتگرد وٽ پيار، محبت ۽ احساس نالي ڪو جذبو نہ هوندو آهي. دهشتگرد ٿي پوڻ هڪ اخلاقي ڏيوالپڻو آهي. ماڻهن ۾ دهشتگرديءَ جون خاميون معاشري مان ئي پيدا ٿين ٿيون.



نفسيات جي ڪتابن ۾ ڄاڻايو ويو آهي تہ ڪنهن دهشتگرد جي ماضيءَ وارين حالتن جو جائزو وٺڻ سان ڪنهن خانداني سبب ڪان پوءِ سندس نندپڻ واري پالنا جو زمانو اچي ٿو. نندپڻ ۾ والدين جي بي ڌياني، تعليم ڪان عدم دلچسپي، لالچ، بري صحبت، ننڍا وڏا ڏوهہ، ويڙهاڪ ۽ چيڙاڪ مزاج ڪان سواءِ خانداني پسمنظر بہ سبب بڻجي ٿو. جيڪڏهن والدين ۾ دهشتگرديءَ جون ڪجھ نشانيون موجود آهن تہ پوءِ اولاد جي دهشتگرد ٿيڻ جو امڪان وڏي وجي ٿو. معاشري ۾ هار جيڪي ڪجھ ڏسندو، ٻڌندو، اهو ئي سکندو آهي. ننڍي هار کي جيڪا سکيا، گهر، اسڪول ۽ معاشرو ڏيندو، اهو ئي ڪجھ هو پرائيندو. دهشتگرد ٿيڻ جو هيو سبب ذهني دٻاءُ، نفسياتي ناپختگي ۽ زندگيءَ ۾ پهتل نفسياتي زخم آهن. مسلسل بي انصافيون ۽ معاشري جون ناهمواريون بہ دهشتگرد پيدا ڪرڻ ۾ حصيدار آهن. سياستدانن جو غلط رويو ۽ غلط تشريحون بہ دهشتگرد پيدا ڪرڻ جو ذميوار آهن. دهشتگرد جي ان دهشتگرديءَ واري بري عمل سان معاشري تي تمام گهڻو برو اثر پوي ٿو. مثلاً: هڪ گهر جو ياتي بيگناهہ ڏڪ ويندي مارجي وجي ٿو تہ انهيءَ گهر ۽ گهر جي ياتين تي نفسياتي طور برو اثر پوي ٿو ۽ اهي مختلف نفسياتي بيمارين جو شڪار ٿي سگهن ٿا، جهڙوڪ: اداسي (ڊپريشن) ۽ چريائپ وغيره. ڪنهن ماڻهوءَ کي اغوا ڪيو وڃي ٿو ۽ ڀُنگ وٺڻ لاءِ ڪيس ذهني ۽ نفسياتي اذيت پهچائي وڃي ٿي، ان سان سندس مائٽن ۽ دوستن کي بہ اذيت پهچي ٿي. جنهنڪري اهي نفسياتي مريض ٿي سگهن ٿا. دهشتگرد جي ڀڄاڙي بہ چڱي نہ ٿيندي آهي. سندس موت گهڻو ڪري غير فطري ٿئي ٿو يعني قتل يا آپگهات وغيره. دهشتگردن کي سڌارڻ لاءِ يورپي ملڪن ۾ مختلف طريقن سان چڪاسي معلوم ڪيو ويو آهي تہ 57 سيڪڙو دهشتگردن جي دماغ ۾ ناپختگيءَ وارين نشانيون موجود آهن. اتي دهشتگردن کي هڪ وڏي ورڪشاپ نما جيل ۾ رکيو ويندو آهي. ڪين سماجي، اخلاقي ۽ اصلاحي سبق پڙهايا ويندا آهن. ڪين غيرت ۽ عزت جو احساس ڏياريو ويندو آهي، پر يورپ جي انهن خاص ڪوششن جو بہ ڪو خاطر خواهہ نتيجو نہ نڪتو آهي. نفسيات جي ماهرن، انهن علاجن ڪان سواءِ ڪجھ دوائون ۽ نفسياتي علاج ڳولي ڪڍيا آهن، پر انهن جو بہ فائدو محدود آهي. صرف عمر ۽ وقت گذرڻ سان ئي دهشتگرد ڪجھ سڌري سگهي ٿو. يعني 40 سالن ڪان پوءِ سندس ڏوهن ۾ ناپر اچي سگهي ٿو. هڪ نفسياتي جائزي موجب ڏوهي ماڻهو گهڻي ڪان گهڻا ڏوهہ 16 ڪان 40 سالن جي عمر ۾ ڪندا آهن.

**دهشلا راڻي**: سنڌ تي ڪيترائي سال حڪمراني ڪندڙ راڻي دهشلا، ڪوروُ، نامور حڪمران راجا دريوڌن جي ڀيڻ ۽ راجا جئدرت جي راڻي هئي. هيءَ ڪافي بهادر ۽ هوشيار عورت هئي. جنهنڪري سندس ڀاءُ راجا دريوڌن ڪيس پنهنجو نائب مقرر ڪري سنڌ موڪليو. هن راڻيءَ سنڌ ۾ پنهنجو تختگاهہ اُچ ۽ ملتان جي وچ تي هڪ شهر مقرر ڪيو، جيڪو بعد ۾ 'اسڪلنده' جي نالي سان مشهور ٿيو. هن عظيم شهر جا ڪندرات ڳوٺ نٽ گهلوان، تعلقي شجاع آباد ۾ ملن ٿا، جيڪي پري پري تائين پکڙيل آهن. راڻي دهشلا ڪوروُ سنڌ ۾ اچڻ بعد سنڌ ملڪ کي خوشحال بنائڻ ۽ ترقي وٺرائڻ ۾ ڪا ڪسر نہ ڇڏي. راڻيءَ جڏهن محسوس ڪيو تہ سنڌ اندر تعليم جي کوٽ آهي تہ هن پنهنجي ڀاءُ کي خط لکي مال ۽ اسباب سميت ٽيهہ هزار برهمڻ گهرايا، جنهن ڪان پوءِ سنڌ ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ تعليم جو ڏيئو روشن ٿيو ۽ ملڪ ۾ پڙهڻ، پڙهائڻ، سکڻ ۽ سيکارڻ، سمجهڻ ۽ سمجهائڻ جو سلسلو شروع ٿيو. سڪندراعظم جڏهن سنڌ تي ڪاهہ ڪري ڦرلٽ جو سلسلو جاري ڪيو تہ راڻي دهشلا ڀاءُ راجا دريوڌن جي معرفت 30 هزار برهمڻ حفاظت ۽ مقابلي لاءِ گهرايا. جن برهمڻ سڪندر سان مقابلو ڪري پاڻ ملهايو. ميدن ۽ جتن جي جهڳڙي وقت بہ راڻي دهشتلا بهترين ڪردار ادا ڪري سنڌ ۾ امن امان کي برقرار رکيو. راڻي دهشلا سنڌ تي اٽڪل ويهن سالن تائين حڪومت ڪئي.

**ڏُهل** (ساز): دهل سنڌي سازن ۾ اهم وڄت جو ساز آهي. هي ساز پراڻي وقت ۾ مصر ۾ بہ ساڳئي نالي سان موجود هو. يونان وسيلي يورپ ۾ ان جي پذيرائي ٿي. هڙاپا ۽ موهن جي دڙي جي تصويري آثارن ۾ دهل جي شڪل جهڙو هوبهو ساز ان جي قدامت ٻڌائي ٿو. دهل ماضيءَ ۾ جنگ لاءِ خطري جي وقت يا ڪنهن اطلاع ڏيڻ لاءِ استعمال ٿيندو هو. هاڻي بہ ان جي ساڳي اهميت آهي. اڳتي هلي دهل گهڻو ڪري تال طور استعمال هيٺ آيو. دهل شادين، ملاکڙن ۽ محرم ۾ پڙهي لاءِ سنڌ ۾ استعمال ٿيندو آهي. هي وڄت جو مکيہ ساز آهي، جنهن مان مختلف تال خوبيءَ سان وڄائي سگهجن ٿا.

دُهل، لٺيءَ يا انب جي ڪاٺ جي ڏوڻيءَ کي پورو ڪري ٺاهيو ويجي ٿو.هن جي ٻنهي سِرن تي ٻڪريءَ جي ڪمايل کل چاڙهي ويندي آهي. کل کي اندران ۽ ٻاهران ڪاٺ جي پٽيءَ سان بند ڪيو ويندو آهي. اندرين پٽي ٻاهرين پٽيءَ کان ڪجھ ٿلهي ٿئي ٿي، جنهن کي ’ڪينر‘ ۽ ٻاهرين ڦرد يا پٽيءَ کي ’باڇو‘ چوندا آهن. ڪينر ۽ باڇي جي وچ ۾ کل کي مضبوط ڪري، رسين سان ڇڪي ٻڌو ويندو آهي. اهي رسيون ٿلهي سُٽ جو ٺهيل هونديون آهن، جن کي ’ڪشو‘ چوندا آهن. ڪشو ٻنهي پڙن کي ڇڪي ٻڌو ويندو آهي ۽ هڪ ڪان ٻئي ڪشي جي وچ ۾ چمڙيءَ يا ٽامي جو ڇلو وڌو ويندو آهي. ڪشو هڪ پڙيءَ کان ٻي پڙي تائين ذري گھٽ 45 ڏگرين جي ڪنڊ ٺاهي ٿو. جنهن ۾ چمڙي يا ٽامي جو ڇلو وجهي گهرج موجب پڙين کي ڇڪي يا ڍرو ڪري گهربل تال وٺي سگهبي آهي. دهل جي ٻن پڙين



مان هڪ نر کي ’بم‘ چوندا آهن، جيڪو ٿلهو آواز ڪڍندو آهي، ٻي ماديءَ کي ’تالي‘ چوندا آهن، جيڪا سنهو آواز ڪڍندي آهي. نر واري پڙي کي اندران ڏوپ ۽ تيل جو مک ڏيندا آهن ته جيئن آواز ٿلهو ڪري. هنن پڙين کي ڏوڪن سان وڄائبو آهي، جيڪي ٻہر يا کهوءَ جون فوٽ ڏيڍ جون ڪاٺيون هونديون آهن. دهل وڏي ماپ جو به ٿيندو آهي. ان جو آواز رات جي خاموشيءَ ۾ پري ميلن تائين ٻُڌڻ ۾ ايندو آهي.

سنڌ ۾ دهل کي تال طور وڄائڻ جو رواج سمن جي دور کان ڏسجي ٿو.جو اهڙي قسم جي وڄتن جا نالا ملن ٿا، جيئن سماٽڪا ٽڪا، سماٽڪا اکر، سماٽڪا ٻول وغيره. اهي ٻول ٻڌائين ٿا ته دُهل سمن جي صاحبيءَ ۾ تال طور ڪم ايندو هوندو بعد ۾ وقت جي بادشاهه جي دربار ۾ اچڻ وقت شادمانو وڄايو ويندو هو.

سنڌ ۾ دهل گهڻ مقصدو ساز ڳڻيو ويجي ٿو جنهن جي وڄائڻ جا گهڻا نمونا آهن. هيءُ ساز ڪيترن ئي مقصدن لاءِ ۽ موقعن تي وڄايو ويجي ٿو

دُهل ڏونڪن سان وڄندو آهي، جيڪي بم ۽ تاليءَ تي ضرب هڻندا آهن. اڳي تالي هٿ سان وڄائبي هئي، مگر هاڻي ان لاءِ سنهي ڪاٺي ڪم ايندي آهي، جنهن کي ’ڇينب‘ چوندا آهن.

دهل مان هيٺيان ٻول نڪرن ٿا:

ڏا- جها- تا- تِڪ- نڪ- گهنا- ڪِٽ- تن- ڏِن. ان ڪان سواءِ: ڪَتا- ڪِتا- گهِنا- گهَنا- جهِنا- جَهنَا- گهِنّي- جهني- ڪِتند- جهينا- جهيني- ڏآن- ڏِنَا.



سمهہ جو تال: جهن ڏي گي گهِنا+ جهن ڏي گي گهِنَا. ٺاهو تال : ڏا گهنا نڪ+ تا گهنا نِڪ.

سماٽڪا ٻول: گهن گهنا تِينڏا ڪتينڏا- ۽ ڏا ڏِنا ڏا تِن.

انهن ڪان سواءِ دهل تي هيٺيان تال به وڄايا وڃن ٿا:

ڇينچل- ڪلواڙو- چالو- اڌايو- اولنگ- مُول وهول.

جهمر- هسواري- نوشاهي- جهمٽي- لمدي- ٻاٽي جَهلڪو- ٽائو- پچند وغيره.

ان ڪان سواءِ به ڪي تال ڪاريگر مڱڻهار وڄائين ٿا، جن ۾: ڏاگ ڏاگ- آڙو- بندرا بني ۽ سول وغيره اچي وڃن ٿا. ڪلاسيڪي موسيقيءَ ۾ جهپ، تال ۽ ڌمار به وڄايا ويندا آهن.

قلندر جي درگاهه تي ڌمال جو دهل، ان کي ’درگاهه جي چوڪي‘ به چون.

ان ڪان سواءِ هيٺين موقعن تي به دهل جون الڳ وڄتون ۽ انگ رکيل آهن:

ٺاهو: ملاکڙي ۾ دهل ۾ وڄائين. جنهن جي وڄت ٺاهُو ڪان ڪجھ سست ٿيندي آهي.

ٻاٽي جهلڪو: ماني ويل وڄائين.

شادمانو: ٻُڪيءَ ۽ مينديءَ مهل شادين ۾ وڄائين.

سَنجهو: شاديءَ جو سڏ ڏيڻ وقت وڄائين.

لمدي تال: جڏهن جڃ تيار هجي ته ان جو اطلاع ڏين.

هسواري/دستانو: شادي شروع ٿيڻ مهل وڄائين.

هنبوچي/ چتي واهول: سرگس مهل گهوٽ جڏهن مسجد وٽ پهچي ته وڄائين.

ٺاهو: سرگس مهل وڄائين.

نوشاهي/ چنچل: لانئون لهڻ مهل وڄائين.

جمرتال: جمالي ڳائڻ مهل وڄائين. ۽

ڇينو: سهرن ۾ وڄائين.

سنڌ ۾ دهل وڄائڻ جا تمام گهڻا ڪاريگر استاد هئا ۽ هن وقت به آهن.

**دهلاري** (Northern Shovellar): هي اصل ۾ ڳرڙي پکيءَ جو قسم آهي، جيڪو بدڪ جي نسل جو آهي. هن جي ڳچي مٿي سوڏي نيرڳيءَ جهڙي نيراڻ مائل موڳي ٿيندي آهي. ان جي ڇاتي ۽ پيٽ ڳاڙهسرو ۽ مٿو ٿلهو ٿئي ٿو هن پکيءَ جي چهنب جيتوڻيڪ بدڪ جي چهنب جهڙي ٿيندي آهي، پر پتري، وڏي ۽ بيدولي رنگ جي ڪارسري ٿيندي آهي. رات جو

جڏهن بيا پکي ماٺ ۾ هوندا آهن ته دهلاري پکي رکي رکي ڳائيندو ۽ آواز ڪندو آهي. هي پکي اڏامڻ دوران ڪنهن مان دهل جهڙو آواز ڪڍي ٿو جنهنڪري سندس نالو 'دهلاري' ۽ 'لنگهو' رکيو ويو آهي. هي پکي 50 سينٽي ميٽر ڊيگهه جو ٿئي ٿو. نر مادي الڳ الڳ رنگ رکن ٿا. نر جي



چهنب ڪاري ۽ ماديءَ جي نارنگي ٿئي ٿي. نر جي ڳچي نيراڻ مائل موڳي يا سائي رنگ جي ٿئي، جڏهن ته هن پکيءَ جي ڪيپراٽي وٽ ڪَنَ پڇڙيون ڪاريون، ڪنيڙاٽي جي جوڙ وٽ ڊگها ڪنپ ۽ هيٺئين بت تي ڪنپ سفيد ڪارسرا ٿيندا آهن. ماديءَ جا ڪنپ ڇٽڪمرا، چهنب بيدولي ويڪري، رنگ جي ڪاري پر چهنب جا ڪنارا نارنگي ٿين ٿا. نيرڳ جي مقابلي ۾ هي پکي پَر تيز نموني ڦڙڪائي ٿو. اڏامڻ وقت هن جو اڳيون حصو ڊگهو ۽ پيچ نندو نظر ايندو آهي. هن جي پرن تي اڇا اڇا داڳ ٿين ٿا. هن جي چهنب ترڻ مهل جيڏانهن هوڏانهن هيڏانهن، غذا ميڙيندو ويندو آهي.

هن پکيءَ جي غذا ۾ آبي جيوت يعني گاهه پٺو ننڍيون مڇيون، سانپا، جيت جٽيا وغيره آهن. هي پکي ڏکڻ يورپ مان وچ آگسٽ ڌاري ڪشمير ۽ بلوچستان کان ٿيندو سنڌ ۾ ايندو آهي. سيپٽمبر ڌاري دهلاري پکي چڱي تعداد ۾ ڪينجهر تي ڏسڻ ۾ ايندا آهن. پوءِ آڪٽوبر جي شروعات ۾ منڇر طرف رخ ڪندا آهن. جوان وقت منڇر جي موسم ڪنهن حد تائين معتدل هوندي آهي. هاڻي هي پکي سنڌ ۾ تمام گهٽ ايندو آهي. چهنب جي فرق کان سواءِ هن پکيءَ جي ٻي ڪا سڃاڻپ نه آهي، جيڪا هن کي ڳرڙي پکيءَ کان جدا ڪري. مختلف ڪتابن ۾ هن پکيءَ جو ذڪر ڳرڙي پکيءَ سان ڪيل آهي.

**ڏُهل وارو** (ديهه): ضلعي سکر جي تعلقي روهڙيءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حاجي خان شنباڻي، بخشو چاڪراڻي، لعل جڙيو شنبائي، گهرام چاڪراڻي، مير غلام علي ٽالپر، واحد بخش بڙدي دهل وارو، بيگو خان، مصري شاهه، خان محمد، محمد علي، الهه اوڀايو، طالب، محمد شريف، سانوڻ، غلام نبي، طالب حسين، سڌير خان ۽ مولا بخش.

**دهلوي، شاهه غلام محمد**: شاهه غلام محمد دهلوي، صوفي شاهه عنايت جو همعصر صوفي بزرگ ٿي گذريو آهي. هن لکنوءَ جي ڳوٺ سرينده ۾ جنم ورتو علم جي حاصلات لاءِ ٺٽي ۾ اچي رهيو ۽ شيخ عنايت الله ٺٽويءَ کان علم پرايائين. هيءُ شيخ عبدالملڪ دکنيءَ جي خدمت ۾ به رهيو ۽ ڪانئس طريقت جو علم پرائي واپس دهليءَ ويو. صوفي شاهه عنايت (شهيد) سان به سندس تعلق هو صوفي شاهه عنايت به سيد عبدالملڪ وٽان تصوف جون سخت رياضتون ڪيون هيون. 'صوفي شاهه عنايت شهيد ۽ سندس سلسلي جا شاعر' ڪتاب جي مصنف موجب سيد عبدالملڪ، شاهه غلام محمد کي صوفي شاهه عنايت جي تعليم لاءِ موڪليو. هن صوفي شاهه عنايت کي ظاهري تعليم ڏني ۽ شاهه عنايت جو روحاني مرتبو ڏسي شاهه غلام محمد سندس استاد هئڻ باوجود سندس مريد ٿيو. شاهه غلام محمد سنڌ ۾ رهي هتي جي اصل باشندن وانگر سنڌ جو خيرخواهه ٿيو. ڪيس سياسي ۽ حڪومتي ڪاروهنوار جي گهڻي ڄاڻ هئي. جڏهن صوفي شاهه عنايت (شهيد) هندستان مان واپس سنڌ آيو ته هيءُ به ان سان گڏ هتي آيو ۽ تصوف توڙي مذهبي رواداريءَ جي سماجي برابريءَ جي فلسفي جي تشهير ڪيائين. هيءُ نهايت اعليٰ درجي جو صوفي ۽ پنهنجي وقت جو جيد عالم هو. جهوڪ واري معرڪي دوران به هيءُ صوفين جي بغاوت ۾ شامل هو. صوفي شاهه عنايت جي شهادت بعد واپس دهليءَ (هندستان) ۾ وڃي رهيو ۽ تصوف جي پرچار جاري رکيائين. سنڌ مان مخدوم عربي هالن واري جي پاءِ پير آسات جي اولاد مان، ميان حسين جو پٽ احمد دهلي وڃي سندس خدمت ۾ رهيو. سندس جيئري اوتاري تي ننگر هلندو هو.

هن 12 رجب 1152ھ بمطابق 04 آڪٽوبر 1739ع تي وفات ڪئي. سندس مزار شاهجهان آباد، دهلي (هندستان) ۾ آهي، جتي هر سال ميلو لڳندو آهي.

**دهلوي، عبدالحميد**: ناميارو چترڪار ۽ مصور عبدالحميد دهلوي، 1925ع ڌاري اتر پرديش جي علائقي فيض آباد ۾ پيدا ٿيو. هن دهليءَ ۾ پنهنجي دؤر جي مشهور خطاط محمد يوسف دهلويءَ کان خطاطي، چترڪاري ۽ مصوريءَ جو فن سکيو. هيءُ خطاطيءَ جي مختلف صنفن: خطِ نسخ، خطِ ثلث، خطِ ڪوفي، خطِ گلزار، خطِ غبار ۽ ٻين ڪيترين تي دسترس رکندڙ فنڪار هو. سندس خطاطيءَ جي چند يادگار نمونن ۾ پاڪستان جي ڪرنسي نوٽن ۽ سڪن تي ٽيل خطاطي، روزاني جنگ اخبار جو مونوگرام، محمد علي جناح جي مزار تي ٽيل خطاطي نادر فن پارن جي حيثيت رکن ٿا. عبدالمجيد دهلويءَ، چترڪاريءَ ۽ خطاطيءَ جي فن تي انگريزيءَ ۾ هڪ ڪتاب A Treasure of Quranic Calligraphy پڻ لکيو آهي. ان کان سواءِ سندس اردوءَ ۾ لکيل هڪ ڪتاب اڻ ڇپيل حالت ۾ موجود آهي. عبدالمجيد دهلويءَ کي سندس فني خدمتن جي اعتراف طور حڪومت پاڪستان صدارتي اعزاز 'براءِ حسن ڪارڪردگي' ڏنو آهي. پاڪستان جو هي ناميارو خطاط 17 فيبروري 1994ع تي وفات ڪري ويو.

**دهلي:** جمنا دريا جي الهندي ڪناري تي واقع هندستاني جي راڄڌانيءَ دهلي 608هه/1211ع کان 1858ع تائين اتر هندستان جي شاهي خاندانن جو تختگاهه رهيو آهي. مختلف وقتن دوران هندستان تي حڪومت ڪندڙ ڪن گهراڻن جي حڪمرانن ڪجهه وقت لاءِ دولت آباد، آگري ۽ لاهور کي پنهنجو تخت گاهه بڻايو. مغلن، خلجين ۽ ٻين گهراڻن جي دؤر حڪومت ۾ هي شهر دارالسلطنت رهيو. تاريخي طور هن شهر کي وڏي اهميت حاصل رهي آهي. دهلي 1911ع ۾ برطانوي حڪومت جو دارالسلطنت ٿيو ۽ آگسٽ 1947ع کان ڀارت جو دارالحڪومت آهي.

پراڻي زماني ۾ هندوستان جي فرمانروائن جو دارالسلطنت هستاپور هو، جيڪو شهر جمنا درياهه جي ڪناري تي آباد آهي، ۽ اڄڪلهه دهلي سڏجي ٿو.




سلطان غياث الدين بلبن هتي قلعو تعمير ڪرايو، جلال الدين خلجي ۽ علاؤالدين خلجيءَ ڪوشڪ سيري واهه ڪوٺائي هن شهر کي آباد ڪري پنهنجي دارالحڪومت قرار ڏنو فيروز شاهه تغلق 755هه ۾ فيروز آباد جو بنياد رکيو.

جيتوڻيڪ هنن حڪمرانن الڳ الڳ بستيون آباد ڪري انهن کي تختگاهه جو درجو ڏنو پر ٻاهرين ملڪن ۾ دهليءَ کي هندوستان جو دارالسلطنت سمجهيو ويندو هو. شاهجهان 1048هه دهليءَ جي ويجهو شاهجهان آباد جي نالي سان شهر آباد ڪيو. هن شهر جي آبادي ايتري ته وڌي وئي، جو سڀ پراڻا شهر ان ۾ شامل ٿي ويا. شاهجهان 9 محرم 1049هه/ 1739ع تي هڪ نئين قلعي جو بنياد رکيو. جنهن کي 'لال قلعو' سڏيو وڃي ٿو.

1958ع ۾ مغل خاندان جي خاتمي سان ئي انگريزن آزاديءَ جي جنگ دوران يادگار عمارتن کي تمام گهڻو نقصان رسايو ۽ دارالحڪومت ڪلڪتي منتقل ڪئي. 1911ع ۾ برطانوي هندستان جو دارالحڪومت دهليءَ منتقل ٿيو ۽ نئين شهر جي تعمير شروع ٿي. جنهن کي ابتدا ۾ 'رائي سينا' ۽



دهليءَ جي لال قلعي جو هڪ منظر

بعد ۾ 'نئين دهلي' چوڻ لڳا. دهليءَ جون يادگار عمارتون هيٺيون آهن:

جامع مسجد، موتي مسجد، ڪلان مسجد، ڪڙڪي ڪي مسجد، ڪوٹا ڪي مسجد، مسجد قطب الدين ايبڪ، لال قلعو، قطب مينار، مقبرو ڪبيرالدين اولياء، مقبرو نظام الدين اولياء، مقبرو امير خسرو دهلوي، مقبرو نصيرالدين چراغ دهلي، مقبرو قطب الدين بختيار ڪاڪي، مقبره التمش، مقبرو ناصر الدين محمود، مقبرو علاؤالدين خلجي، مقبرو غياث خلجي، مقبرو فيروز اڏم خان، مقبرو عبدالرحيم خان خانان ۽ همايون جو مقبرو، اڪشرڌام، ڪنڊم آف ڊريمس، مهاتما گانڌيءَ جي سماڌي، مهاتما گانڌيءَ جو ميوزيم، جواهر لعل نهرو ميوزيم، اندرا گانڌي ميوزيم، نئشنل ميوزيم، لوٽس ٽيمپل، اندرا گانڌي انٽرنيشنل ايئرپورٽ وغيره.

**دهليءَ جو درشن (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي نامور ليکڪ ۽ سياح، الطاف شيخ جي دهليءَ جي سفرنامي تي مشتمل آهي. ڪتاب ۾ انڊيا بابت تمام سٺي معلومات ڏني وئي آهي، ڪتاب ۾ ليکڪ دهليءَ جي مختلف تاريخي جڳهين، عمارتن، اتان جي ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي ۽ ساڻن ڪيل ڪچهرين تي چاليهه مضمون شامل ڪيا آهن. جيڪي جامع معلومات تي مشتمل آهن. هن ڪتاب ۾ شامل ڪجهه مضمونن ۾: دهلي جي عمارتن جو سير، دهليءَ جي جهوني ۾ جهوني لائبرري، چا دهلي ٺڳن کان مشهور آهي، بالي ووڊ جا ڪجهه سنڌي، انڊيا بابت ڪتاب ۽ انڊيا جا رائيٽر، انڊيا ۾ سنڌي وغيره اهم آهن. هن ڪتاب ۾ ليکڪ دهليءَ جي تاريخي ۽ اهميت وارين عمارتن، جڳهين ۽ اتان جي مختلف مشهور شخصيتن جا رنگين ۽ بليڪ اينڊ وائيٽ فوٽو پڻ شامل ڪيا آهن. هيءُ سفرنامو هڪ تاريخي حيثيت رکي ٿو ۽ دهلي ويندڙن لاءِ هڪ 'گائيڊ بڪ' آهي. چار رنگي ٽائيٽل سان ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ 375 صفحا آهن. هيءُ ڪتاب روشني پبليڪيشن ڪنڊياري 2006ع ۾ ڇپايو آهي، جنهن جي قيمت 260 روپيا آهي.



**ڏهن ليارِي**: تعلقي کپري، ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

اوطاق ڪمال فقير راڄڙ، فتح دين شاهه (جڙيو شاهه) ۽ حاڪم جوڻيجو.

**ڏهو**: تعلقي ٺل، ضلعي جيڪب آباد ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

علي مراد بنگلاڻي، سليم خان بنگلاڻي، عطائي خان بنگلاڻي، عطا محمد سميجو، حاجي پناهه بنگلاڻي ۽ خداداد بنگلاڻي.

**ڏهوار** (تاجڪ: ذات): هن ذات وارا ايراني نسل جا بروهي آهن، جيڪي هڪ صدي اڳ لڏي اچي بلوچستان ۾ آباد ٿيا ۽ انهن مان ڪافي لڏي اچي سنڌ ۾ ويٺا. سنڌ ۾ خاص پاڙا هيٺيان آهن:

ابڙا، الجازئي، اناريزئي، خواجه خيل، داريزئي، ڊونب، ڊاڊرزئي، زرخيل، سارنگزئي، سياهه ياد، شيخ، قاضي خيل، گوارازئي، منگوزئي، نُجارزئي، هوتي زئي، هولائي. هن وقت انهن مان زرخيل پاڻ کي پناڻ ۽ سياهه پاد (شهپات) رند سڏائين ٿا.

**ڏهورو ڏمريو**: تعلقي ۽ ضلعي دادو جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

دبي، سيد خان چانڊيو، عبدالله چانڊيو ۽ پنهون چانڊيو.

**ڏهي سانگ** (ناچ): هي سانگ/ ناچ سنڌ جو عام ناچ آهي، خاص ڪري ٿر ۽ وچولي ۾ ڪي خاص فرد هي ناچ ڪندا آهن. هن ناچ ۾ ناچو (گهڻو ڪري مرد) مٿي تي ان چڙهڻ واري مهري يا ڪا ٻي خاص ٿهيل ڪائي رکي، ان جي مٿان پاٽيءَ جو هڪ دلو يا ڪُڏهن ٻه دلا رکي گهنگهرن وارو ڏونڪو هٿ ۾ کڻي پيرن ۾ چير ٻڌي نچندو آهي. ٻنهي هٿن ۾ ڏونڪن سان، اک جي اشاري سان، چپن جي مرڪ سان پنهنجي احساسن جو اظهار ڪندو آهي. مٿي وارو اولو بار جهليو بيٺو هوندو آهي، جيڪو ڪنڌ کي هڪ هنڌ قابليت سان جهلڻ ۽ فن جي اداڳي ڪندو ويندو آهي. هي ڏسڻ ۾ تمام سادو، پر ڪرڻ ۾ ڏاڍو ڏکيو ناچ آهي. هي ناچ دهل تي به ٿيندو آهي ۽ اُن جا ٻول آهن:

پاٽيءَ تي ٿي وجان، ڙي منڙا! پاٽيءَ تي ٿي وجان...!

**ڏهيل وارو**: تعلقي روهڙي، ضلعي سکر جي هڪ ديهه ۽ ڳوٺ جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حاجي خان شنباڻي، بخشو چاڪراڻي، لعل جڙيو شنباڻي، گهرام چاڪراڻي، مير غلام علي ٽالپر، واحد بخش بردي، بيگو خان، مصري شاهه، خان محمد، محمد علي، الهه اوڀايو طالب، محمد شريف، ساوڻ، غلام نبي، طالب حسين، سڌير خان ۽ مولا بخش.

**ڏئاپُر يُگ**: هندو ڪئلينڊر مطابق هي ڪائنات چئن دؤرن/ يُگن: ست يُگ، تريتا يُگ، دُئاپر يگ ۽ ڪل يُگ تي مشتمل آهي. جن مان ٽي گذري چڪا آهن، جڏهن ته آخري يعني ڪل يُگ هلي رهيو آهي. دُئاپر يُگ جي عمر 864,000 سال ڄاڻائي وئي آهي. هن يُگ ۾ سناتن ڌرم موجب وشنو پڳوان ٻه اوتار ورتا هئا. انهن جو ذڪر رگ ويد منڊل ستين سوڪت 95 رچا 2 ۾ ڄاڻايل آهي. هندن جي ڌرمي ڪتابن ۾ دئاپر يُگ ۾ انسان جي سراسري عمر 1000 سال ڄاڻائي وئي آهي.

**ڏئريا** (ذات): هن ذات وارا غير سمات آهن ۽ سندن تعلق ملاحن ۽ مهاڻن جي قبيلي سان آهي. هن ذات جا ماڻهو حيدرآباد، سکر ۽ خيرپور ميرس ۾ آباد آهن.

**ڏئيت**: دئيت بنيادي طور سنسڪرت جو لفظ آهي. 'جامع سنڌي لغات' ۾ دئيت جي معنيٰ 'راڪاس ۽ خطرناڪ' ڄاڻايل آهي.

دئيتن يا بدروحن جو تصور هر قوم ۽ هر مذهب ۾ ملي ٿو. سمورن مذهبن ۾ 'دئيت' کي شيطان، برن عملن ڏانهن ڌڪيندڙ، ظالم، انسان ۽ خدا جو دشمن قرار ڏنو ويو آهي. هندن جي ڌرمي ڏندڪٿائن موجب دئيت تمام طاقتور، ڏسڻ ۾ بي ڊولا ۽ پوائتا، نه ختم ٿيندڙ ۽ وري وري جنم وٺندڙ هوندا آهن. اهي انسانن ۽ ٻين ساهوارن کي آزارين ٿا ۽ مٿن ظلم ڪن ٿا. اهي تمام ڏنگا ۽ خدا جي حڪم جا نافرمان ٿين ٿا. رگ ويد ۾ به دئيتن جو ذڪر آيل آهي. پراڻن موجب برهما کي ڏهه پُٽ هئا. انهن مان وڏي جو نالو مارڪي (Marici) هو جنهن کي ڪاسيپ (Kasyapa) نالي پُٽ هو. ڪاسيپ کي 13 زالون هيون، جنهن مان هڪ جو نالو ڊِتي (Diti) هو جنهن مان پيدا ٿيل پُٽن کي دئيت (Daityas) چون ٿا.

پروفيسر راٿ (Rath) جي خيال موجب ته: "دئيت هميشه رهڻ وارا آهن ۽ آسمان جا ديوتا انهيءَ دائميت جو اولاد آهن."

هندن جي ڏندڪٿائن موجب آسمان ۾ ڪيترائي دئيت موجود آهن، جيڪي برسات وسڻ کان روڪين ٿا، انهن سان منهن ماريون ڪن ٿا، خوفناڪ طوفائن لڳائين ٿا، ٻوڏون آڻين ٿا، ٻنيون سُڪائين ٿا، هوا کي روڪين ٿا. دئيتن جو وڏو سردار 'ورتر' آهي. آسمان ۾ موجود ڪارا ڪڪر اُنهن دئيتن جا ڪوٽ ۽ قلعا آهن، جن ۾ اُهي رهن ٿا. اهي دئيت، اندر ديوتا کان ڊڄن ٿا. رگ ويد ۾ ورتر دئيت جو ٻيو نالو نانگ ڄاڻايو ويو آهي.

**ديارام ايسراڻي**: مشهور سياستدان ديارام، 12 آڪٽوبر 1963ع تي تعلقي ٽاڻي بولا خان (ضلعي ڄام شوري) جي سَرِي شهر ۾ آلو مل ايسراڻيءَ جي گهر ۾ جنم ورتو. هن ايم. بي. بي. ايس ڪرڻ کان پوءِ سياست ۾ پيرپاتو. پ پ پ جي ٽڪيٽ تان پي. ايس- 72 (ڄام شورو، ڪراڙو دادو) تڪ تان چونڊ وڙهي ڪامياب ٿيو. موجوده حڪومت ۾ صوبائي وزير طور ڪيس سنڌ جي جهنگلي جيوت کاتي جو قلمدان مليل آهي. ديارام ايسراڻي هندستان، دبئي، برطانيه، آمريڪا ۽ ٻين ملڪن جا دورا ڪري چڪو آهي. هن وقت مستقل رهائش ڪراچيءَ ۾ اٿس.



**ديارام ساهني**: مشهور آرڪيالاجسٽ، سنڌو تهذيب تي ڪوجنا ڪندڙ، هندستان جي قديم آثارن واري کاتي جو اڳوڻو ڊائريڪٽر جنرل، ڪيترن ئي ڪتابن جو مصنف راءِ بهادر ديارام ساهني، گڏيل هندستان جي سرگوڌا ضلعي جي ڀيرو نالي ڳوٺ ۾، 16 ڊسمبر 1879ع ۾ هڪ کتري گهراڻي ۾ پيدا ٿيو. پاڪستان کان اڳ هي ڳوٺ ضلعي



شاهپور ۾ هوندو هو. جيڪو جهلم نديءَ جي ڀوڳ يافته علائقي ۾ هو ۽ هاڻي هي شهر ضلعي سرگوڌا ۾ لاهور- اسلام آباد موٽر وي جي وچ تي آهي. هن اورينٽل ڪاليج لاهور مان سنسڪرت ٻوليءَ ۾ ايم. اي ڪئي، جنهنڪري کيس آثارِ قديمه کاتي طرفان اسڪالرشپ انهيءَ ڪري ڏني وئي ته جيئن مقامي ماڻهن مان آثارِ قديمه لاءِ عالم تيار ڪيا وڃن. انهيءَ زماني ۾ آرڪيالاجي کاتي جو سرواڻ سر جان مارشل هو. جيڪو هندستان جي قديم آثارن جي کوٽائيءَ لاءِ تياريون مڪمل ڪري رهيو هو. جنهن کي مددي ماڻهو کپندا هئا. هن ديارام ساهنيءَ کي بنارس ۾ سرناٿ نالي ماڳ جي کوٽائيءَ لاءِ منتخب ڪيو.

ان ڪانسواءِ هن ڪيسا (Kaisa) جي ٻوڌين جو عظيم مندر، راجگير (بهار) ۽ جوڌپور ۾ مندرن جي کوٽائي ڪئي. هڪ سال ڪانپوءِ کيس لکنؤ ميوزيم ۾ ڪيوريٽر مقرر ڪيو ويو. ترت پوءِ 1912ع ۾ ڪشمير رياست سنڌس خدمتون انگريز سرڪار کان گهري ورتيون ۽ ڇهن سالن تائين هن ڪشمير ۾ اتان جي قديم عمارتسازيءَ تي ڪم ڪيو ۽ کيتريون ئي کوٽايون پڻ ڪيون. 1917ع ۾ ديارام ساهني واپس لاهور آيو. هتي اچي هن هندو ۽ ٻوڌي مندرن تي ڪم شروع ڪيو. 1921ع ۾ سر جان مارشل جڏهن باقاعدي هڙپا واري ماڳ جي کوٽائي ڪرڻ جي رٿا ناهي ته هن ديارام ساهنيءَ کي اتي مقرر ڪيو.

ديارام ساهنيءَ سنڌو تهذيب جو هڪ وڏو شهر ڳولي ڪڍيو. جنهن کي اڄ هڙپا (Harappa) جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو. اهو ئي سنڌس مشهوريءَ جو سبب آهي. جو هن سنڌو تهذيب جو پنجاب ۾ پهريون ماڳ ڳوليو. جيڪو موهن جي دڙي جو همعصر هو ۽ ان وقت جو هو. جڏهن موهن جو دڙو زنده شهر هو. 1925ع ۾ کيس هيڊڪوارٽر ۾ ڊپٽي ڊائريڪٽر جنرل مقرر ڪيو ويو ۽ آخر جولاءِ 1931ع ۾ کيس ڊائريڪٽر جنرل جي عهدي تي ترقي ڏني وئي. انهيءَ دؤر ۾ کيس ڪم لاءِ ناڻي جي کوٽ ۽ ٻين انتظامي سببن جي ڪري فنڊ ملي نه سگهيا، پر پوءِ به هن کاتي کي بهتر نموني هلايو. هن جئپور رياست ۾ ڪافي ڪم ڪيو. کيس 1935ع ۾ سي. آءِ. اي (C.I.E) جي اوارڊ سان نوازيو ويو اهو ئي سال سنڌس نوڪريءَ تان رٽائرمينٽ جو هو. توڙي جو هن سرناٿ ۽ ٻين سون ماڳن جي کوٽائي ڪئي ۽ سرناٿ تي به ڪتاب به لکيا، پر سنڌس شهرت جو سبب سنڌو تهذيب جو مشهور ماڳ هڙپا آهي. 7 مارچ 1939ع تي دل جي دوري پوڻ ڪري جئپور ۾ لاڏاڻو ڪيائين.

**ديار دل ۽ داستان محبت** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي مشهور دانشور ۽ سياستدان جي. ايم. سيد جو لکيل آهي، جنهن ۾ عشق، تصوف ۽ روحانيت تي ڀيرائتو بحث آهي. ڪتاب ڇهن بابن تي مشتمل آهي: (1) محبت جي ماهيت، (2) عشق مجازيءَ جو ابتدائي دور، (3) مجاز جو سن بلوغ، (4) مجازي عشق جي جواني، (5) مجاز جي پيري، (6) حقيقت جو انڪشاف.




هيءُ ڪتاب جي. ايم. سيد جي فڪري ارتقا جو مظهر آهي. ڪتاب ۾ جي. ايم. سيد پنهنجي ذاتي زندگيءَ ۾ عشق جي مرحلن کي بيان ڪندي، مجاز ۽ عشق حقيقيءَ جون منزلون واضح ڪيون آهن. هن ڪتاب ۾ تصوف جي ڳوڙهن رازن کي به بيان ڪيو آهي ۽ روحانيت جي تشريح مفڪرانه انداز ۾ ڪئي وئي آهي.

هن ڪتاب ۾ 'جيئن ڏٺو آهي مون' وانگر مصنف، مذهبن جي حقيقت، روح جي ترقي، محبت جي ماهيت، عشق جي سبق آموز حقيقت، مرحلن، تصورن ۽ ذات ۽ صفات جي وصف کي بيان ڪيو آهي. ليڪ ڪتاب ۾ ڄاڻايو آهي ته، "مذهبي طور طريقن تحت تقويٰ، پرهيزگاري ڪرڻ، عبادتون ڪرڻ، چلا ڪڍڻ، وظيفه پڙهڻ، بزرگن جون زيارتون ڪرڻ، درويشن سان صحبتون ڪرڻ سان زندگي شروع ڪيم."

ان بعد جي. ايم. سيد جن نتيجن تي پهتو، اُهي بيان ڪيا ويا آهن. ڪتاب جي پيش لفظ ۾ سائين. جي. ايم. سيد پنهنجن رفيقن، علامه آءِ. آءِ. قاضي، قاضي مخدوم بصرالدين، سخي قبول محمد فاروقي (اول)، ڪرشنا مورتي، مرزا قليچ بيگ، خواجه حسن نظامي، مولانا حسين احمد مدني، خواجه محمد حسن جان سرهندي، مولوي احمد مصطفيٰ ملڪاڻي، پير ميان محمد شاهه ذاڪري، جيٺمل پرسرام، ميان عبدالرحيم درس لاءِ ڄاڻايو آهي ته هو انهن کان مستفيض ٿيو.

هن ڪتاب ۾ جي. ايم. سيد پنهنجي زندگيءَ ۾ عشق جي مرحلن جو تذڪرو ڪيو آهي، جنهن سان تصوف جي ماهيت کي سمجهڻ ۾ رهبري ٿئي ٿي. خاص طور ڪتاب ۾ 'سنڌ ماءُ جو خواب ۾ اچڻ ۽ سندن گفتگو' وارو ڀاڱو جي. ايم. سيد جي اندر جي ڪيفيتن ۽ شخصي گهرائيءَ کي سمجهڻ ۾ مدد ڪري ٿو.

هن ڪتاب کي موضوعاتي حوالي سان 'جيئن ڏٺو آهي مون' جي ٻي ڪڙي يا تسلسل چئي سگهجي ٿو. جنهن ۾ ان پهلوءَ کي نمايان ڪيو ويو آهي ته شخصيتن جو 'معراج' عشق حقيقيءَ ۾ مدغم ٿيڻ سان آهي. ڪتاب ۾ جي. ايم. سيد جي فڪر 'اتحاد انساني، امن عالم، ترقي بني آدم' جا نقطا ورجايل آهن.

هن ڪتاب جو ٽيون ڇاپو 2004ع ۾ جي. ايم. سيد اڪيڊمي، سن، ضلعي دادو مان ڇپيو چار رنگي ٽائيٽل سان. 316 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 150 روپيا آهي.

**ديار يار ۾ جي دم گذاريم** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي نامور صحافي، ايڊيٽر، شاعر ۽ اديب سيد سردار علي شاهه 'ذاڪر' جو لکيل آهي، جيڪو ليڪ حرمين شريفين (مڪي شريف) جي سفر بابت لکيو آهي. 1978ع ۾ اُن وقت جو مارشل لا ائڊمنسٽريٽر سرڪاري خرچ تي هڪ وفد وٺي سعودي عرب ويو. سنڌ مان وفد ۾ شامل ٿيڻ جو ڪُٽو سيد سردار علي شاهه 'ذاڪر' جو نڪتو اهڙيءَ ريت اپريل 1978ع جي هن مختصر سفر کي سيد سردار علي شاهه 'ذاڪر'، 'ديار يار ۾ جي دم گذاريم' جي نالي سان رقم ڪيو. جنهن جي عنوانن ۾: ديار پاڪ جي دعوت، راولپنڊيءَ ڏانهن روانگي، سفر جو آغاز، مثالي آجيان، شاهي محل ڏانهن روانگي، گهوڙن جي گوءِ، رياض جي بازار، سعودي عرب تي سرسري نظر، جدي ڏانهن روانگي،

عمري جي تياري، مڪ معظم جو تعارف، عمري جي ادائگيءَ، دوستن لاءِ دعائون ۽ واپسي مدينہ پاڪ ڏانهن سفر، والهانہ آجيان جا اسباب، وطن ڏانهن واپسي ۽ واپسيءَ کان پوءِ وغيره شامل آهن.

ڊيمي سائيز جي 112 صفحن تي مشتمل هن سفرنامي کي سردار علي شاهہ 'ذاڪر' خود ڇپائي، روزانہ مهراڻ جي دفتر حيدرآباد مان، 10 جنوري 1979ع تي پڌرو ڪيو. ڪتاب جي قيمت 750 روپيا آهي.

**دي اسٽوڊنٽ هيرالڊ**: هيءَ سنڌي- انگريزي، ٻن زبانن ۾ نڪرندڙ اخبار هئي، جيڪا 1924ع ڌاري ڪراچيءَ مان هفتيوار اخبار طور جاري ٿي. هيءَ شاگرد برادري جي اخبار هئي، جنهن و اعزازي ايڊيٽر ايم ايم ڪريلاٽي هو. هن اخبار ۾ شاگردن جي مسئلن ۽ مطالبن جون خبرون شايع ٿينديون هيون. اخبار جي پهرئين صفحي تي مرزا قليچ بيگ، جيئمل پرسرام ۽ محمد صديق ميمڻ جا مضمون بہ ڇپبا هئا.

**دياگير، سنت**: سنت دياگير، پني عاقل جو مشهور سنت ٿي گذريو آهي، مسلمان توڙي هندو سندس وڏا عقيدتمند هئا. هي ڪير هو، ڪٿان آيو هو، ڪنهن کي بہ خبر نہ هئي. مشهور شاعر غمدل فقير وٽس رهاڻ لاءِ ايندو ويندو هو. عجيب طبيعت هئس، خود اذيت پرست هو. پنهنجي جسم کي بليڊ سان جهيرڏئي ان ۾ لوڻ ٻرڪيندو هو. درد جي شدت ۾ مالڪ کي ياد ڪندو هو. بنا فرق جي خير خيرات ڪندو هو. سندس دياگير باغ مشهور آهي. سندس سماڌي سڌوجا روڊ پني عاقل ۾ ڪورائي واهہ تي آهي ۽ هتي ئي رهندو هو. پنجاهہ يا سٺ واري ڏهاڪي ۾ گذاري ويو. سندس سماڌيءَ تي ميلو لڳندو رهندو هو، جيڪو ويجهڙائيءَ ۾ ڪن ملن جي اعتراض ۽ بدامنيءَ ڪري بند ٿي ويو آهي.

**ديال** (Deodar): ديال، وڻ جو هڪ قسم آهي، جنهن کي سنڌيءَ ۾ 'ديال' ۽ اردوءِ ۾ 'ديودار' سڏبو آهي. ديال، پاڪستان جو قومي وڻ آهي. هي وڻ قد ۾ ڊگهو ٿئي ٿو. ان جون ڪاٺيون سٽيون ۽ بوءِ واريون ٿين ٿيون. هن وڻ جي ڪاٺي تمام چيڙهيائتي ٿيندي آهي، جيڪا وڏي عرصي تائين ڀرندي ناهي. تنهنڪري هن وڻ جو ڪاٺ فرنيچر ۽ ريلوي لائين جي پٽڙين طور ڪتب ايندو آهي. هن وڻ جي ڪاٺي سُري ۽ اڏوهيءَ وغيره کان بہ محفوظ رهندي آهي. انگريزن بہ هن وڻ جي ڪاٺ کي ريل جي پٽڙين ۾ استعمال ڪيو هو ۽ اجا



تائين استعمال ٿئي ٿو. حڪيمن موجب ديال جي ٻُوري جو دونهون مٿي جي سور، دماغ جي ڦيريءَ ۽ خناق رحم لاءِ مفيد هئڻ سميت ڦٽن، ڦرڙين، رت جي ڪانگهاري، مهارن ۽ ڏندن جي مضبوطيءَ لاءِ بہ فائديمند آهي.

**ديال 'آشا'**: سنڌي ٻوليءَ جو ناميارو شاعر ديال ڪي ڏميجا آشا 1936ع ۾ خيرپورميرس ۾ جائو ورهاڱي کانپوءِ سندس خاندان مهاراشٽرا (انڊيا) لڏي ويو جتي هن تعليم حاصل ڪئي. الهاس نگر (مهاراشٽرا) ۾ چندي ٻائي منسڪاڻي ڪاليج ۾ سنڌي شعبي جو انچارج ٿيو شاعري، ڊرامي، سوانح ۽ تنقيدنگاريءَ تي ڪيترا ڪتاب لکيل آهن. جن ۾ (1) 'پشپ پنکڙيون' ۽ (2) 'لال بهادر شاستري' ۽ ٻيا شامل آهن. ديال آشا، ڪتاب Kalidasa's Vikranorvasiyan جو سنڌيءَ ۾ ترجمو بہ ڪيو آهي. هن جو هڪ ڪتاب 'ڀارت جا گيت' آهي، جنهن ۾ 113 صوفي فقيرن جو احوال ۽ ڪلام شامل آهي. ان کان سواءِ سندس هيٺيان ڪتاب شايع ٿيل آهن: (1) 'سنڌي شاعري جي تاريخ' (1984ع)، (2) 'مرڪندڙ مکڙيون' (1974ع)، (3) 'داد درشن' (ساڌو ٽي.ايل واسواڻيءَ جي زندگيءَ تي لکيل ڪتاب: 1972ع) وغيره. هن ٻارن لاءِ مختلف عنوانن تي سندن نفسياتي سوچ مطابق شاعري بہ ڪئي آهي.

**ديبا سحر**: سنڌ جي ناليواري فنڪارہ ۽ گلوڪاره ديبا سحر جا وڏا پنجاب صوبي جي هڪ ننڍي ڳوٺ 'پنڊي ڀٽيان' جا رهواسي هئا. سندس والد اعجاز حسين، ملڪ جي نامور فنڪار عنايت حسين ڀٽيءَ جو شاگرد هو ۽ هو عنايت حسين ڀٽيءَ ۽ عالم لوهار سان گڏجي ڳائيندو هو. سندس والد ذات جو قريشي هو، پر عنايت حسين ڀٽيءَ کيس 'ڀٽي' لقب ڏنو ۽ اُن بعد هن پاڻ کي اعجاز حسين ڀٽي سڏائڻ شروع ڪيو. سٺ واري ڏهاڪي ۾ ديبا سحر جو والد لڏي اچي گلشن اقبال ڪراچيءَ ۾ وينو، جتي کيس 15 جنوري 1980ع تي ديبا نالي نياڻي ڄائي، جيڪا هن وقت سنڌ جي نامور گلوڪاره ديبا سحر آهي. ديبا سحر جو جوڻ آهي تہ سندس والد کي فلمساز ديبا پسند هئي، جنهنڪري هُن مٿس نالو 'ديبا' رکيو. ديبا سحر پرائمريءَ کان انٽر تائين سنڌ پبلڪ هاءِ اسڪول ڪراچيءَ ۾ تعليم حاصل ڪئي. کيس ننڍپڻ کان ئي ڳائڻ جو شوق هو. اسڪول ۾ پڙهڻ دوران نعتون وغيره چوندي هئي. هن راڳ جي ابتدائي تعليم والد کان ورتي، اُن بعد اُستاد عاشق جي فرزند اُستاد فتح علي خان ۽ اُستاد علي نواز خان کان موسيقيءَ جي سکيا ورتي ۽ 1995ع کان باقاعدي ڳائڻ جي شروعات ڪيائين. 1997ع ۾ کيس ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي سپ کان اڳ براڊڪاسٽر نصير مرزا متعارف ڪرايو. بعد ۾ هوءَ پي. ٽي. وي تان نشر ٿيندڙ ٻارن جي پروگرام 'روشن تارا' ۾ آئي، جيڪو شمشير الحيدري ڪندو هو ۽ اُن جا اڪثر گيت بہ پاڻ لکندو هو. ريڊيو ۽ ٽي. وي تي اچڻ کانپوءِ ديبا باقاعدي ڳائڻ شروع ڪيو. سندس شادي ٿندي آدم جي فن



پرست شخص صابر ڪوسي سان ٿي.

ديبا سحر سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ کان وٺي سريلنڪا، ملائيشيا، سينگاپور، پارت، ناروي، سوئيزرليند، اِٽلي، دبئي وغيره ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪري چڪي آهي. سنڌيءَ سان گڏ اردو، پنجابي، سرائيڪي، پشتو ۽ براهويءَ ۾ ڪلام ڳايا آهن. سنڌ ۾ ٽيندڙ موسيقيءَ جي پروگرامن ۾ اڪثر شرڪت ڪندي رهي آهي.ديبا سحر جون 50 کان وڌيڪ آڊيو ڪئسيٽون رليز ٿي چڪيون آهن ۽ سندس ڳايل ڪلام مختلف سنڌي چئنلن تان نشر ٿيندا رهن ٿا.

ديبا سحر، شاھ لطيف، سچل سرمست کان سواءِ استاد بخاري، طالب المولىٰ، شيخ اياز، راشد مورائي، امداد حسيني، آڪاش انصاري، زاهد شيخ، زخمي چانديي ۽ ٻين ڪيترن نون ۽ نامور شاعرن جي شاعري ڳائي آهي. هن جا سجاد يوسف، واحد لاشاري، مظهرحسين ۽ ذوالفقار عليءَ سان ڳايل دوڳانا ڪافي مقبول ويا آهن.

هوءَ هن وقت ٽنڊي آدم ۾ رهائش پذير آهي.

**ديبا ڪنول**: گلوڪاره ديبا ڪنول پهرين آڪٽوبر 1982ع تي بدين ۾ جنم ورتو. سندس والد جو نالو امير بخش آهي. راڳ جي شروعاتي تعليم پنهنجي والد امير بخش کان حاصل ڪيائين. ڪلاسيڪل راڳ جي سکيا مرحوم استاد علي نواز خان ۽ موسيقار (مرحوم) امانت گل کان ورتائين.



ريڊيو پاڪستان، حيدرآباد تي ڪيس سنڌ جي ناليواري طبلي نواز استاد منور علي خان (مرحوم) وٺي آيو جتي نصير مرزا ڪيس رڪارڊ ڪري متعارف ڪرايو. پي. ٽي. وي ڪراچي سينٽر تي 2009ع ۾ ڪيس سميع بلوچ متعارف ڪرايو. ديبا ڪنول سنڌ جي خوبصورت گلوڪاره آهي، جنهن ٿوري عرصي ۾ تمام وڏو نالو ڪمايو آهي. هوءَ ڪيترن ئي سنڌي نجي چئنلن تي ٻه ڳائي چڪي آهي. ثقافت کاتي پاران اسلام آباد، لاهور ۾ فن جو مظاهرو ڪري چڪي آهي. ديبا ڪنول جون هن وقت تائين ٽيهن کان مٿي آڊيو ۽ وڊيو ڪيسيٽون رليز ٿي چڪيون آهن، جيڪي سجاد يوسف، اسلم اقبال، راشد حسين، ماسٽر ولي، حيدر علي سان گڏ رڪارڊ ٿيل آهن. ديبا ڪنول جي شادي ڊولڪ نواز جاويد علي سان ٿيل آهي.

**ديبل**: ديبل، اسلامي دور کان اڳ راءِ گهراڻي ۽ برهمڻ حڪومتي دور ۾ سنڌ جو قديم مشهور واپاري بندرگاھ هو. ديبل کي چوگرد قلعو هو. فتحنامي مان هن شهر جي قدامت جو ڪافي احوال ملي ٿو. ڇهين صدي عيسوي کان وٺي تقريباً تيرهين عيسوي صديءَ جي اڌ تائين ديبل بندر بهتر يا زبون حالت ۾ سنڌ جي نقشي تي قائم هو. ڏهين صدي ۾ جڏهن سنڌ تي عربن جو قبضو ٿيو ته ان وقت بندر اوج تي هو. عربن جي دور ۾ هن جو اوج برقرار رهيو. پر جيئن جيئن عربن جي اقتدار جو سج لهندو ويو، تيئن سندن طاقت ۽ واپار جي مرڪز ديبل جي اهميت پڻ گهٽجي وئي.

سنڌو درياھ جي موج ۽ مستين ڪري هڪ ٻئي نئين بندرگاھ جنم ورتو جيڪو لوهاراني/لاهري/لاهوري جي نالي سان مشهور ٿيو. هن نئين بندرگاھ جي اسرڻ ڪري پڻ قديم بندر ديبل جو اوج گهٽڻ لڳو. 1334ع ۾ جڏهن ابن بطوطه سنڌ ۾ آيو ته هن 'لاهري' بندر کي وڏي اوج تي ڏٺو ان مان ظاهر ٿئي ٿو ته ديبل بندر اٽڪل ڇهه سو ورهيه سنڌ جو مکيه بندر ٿي رهيو. جنهن سان سنڌ جي سياسي ۽ اقتصادي تاريخ جو لاڳاپو هو. جيتوڻيڪ ديبل تباھ ۽ برباد ٿي ويو مگر سنڌ وارن نئين بندرگاھ کي به ديبل ئي سڏيو. چاڪاڻ ته گذريل ڇهه سؤ ورهين جي عرصي ۾ 'بندر' ۽ 'ديبل' جا لفظ لازم ۽ ملزوم بنجي ويا هئا. پوئين زماني جي تاريخ هن



641 — 662ع - چچ جي سنڌ ۽ ان جا پرڳڻا جيئن هيُون سانگ ڏٺا

عام رواج جي تصديق ڪري ٿي ته سورهين صدي عيسويءَ ۾ پورچوگيزن هن ساڳئي لاهوري بندر کي 'لاهري بندر'، 'دربل'، 'ديوئل' ۽ 'ديوئلسز' ڪري لکيو آهي. ابوالفضل 'آئين اڪبريءَ' ۾ ٺٽي کي ديبل سڏيو آهي. مير معصوم، لاهري بندر توڙي ٺٽي کي 'ديبل بندر' ڪري لکيو آهي. انهن حوالن مان ظاهر ٿئي ٿو ته اصل ۾ ديبل، جنهن تي محمد بن قاسم قبضو ڪيو هو، اهو زماني جي انقلابن سبب تباھ و برباد ٿي ويو. تڏهن به ان جو اهو نالو هلندو رهيو ۽ بعد ۾ لوهاراڻي يا لاهري بندر خواھ ٺٽي کي ديبل بندر سڏڻ لڳا.

سنڌ جي مشهور تذڪره نگار مير علي شير قانع پنهنجي ڪتاب 'تحفة الڪرام' ۾ لاهري بندر کي پراڻو ديبل سڏيو آهي. ساڳيءَ طرح بگهاڙ شاخ تي هڪ بندر گاھ کي به ديبل ڪري سڏيو ويو آهي. اتي دفن ٿيل شيخ حسين عرف پير پٺي کي 'ديبلي' ڪري سڏيو آهي. ناليواري سياح البيرونيءَ جو چوڻ آهي ته ديبل هڪ ساحلي بندر هو ۽ لوهاراڻي کان ايرندي ڏانهن سنڌو ندي جي شاخ تي اڏيل هو ان ڪري پاٽنجر ۽ ڪننگهام 'لاهري بندر' کي اصلي ديبل سمجهن ٿا. رچرڊ برٽن، ڪئپٽن مئڪ مردو، ڊيلهوسٽ، هئملٽن ۽ هينري ڪزنس وري ٺٽي کي قديم 'ديبل' ڪري لکن ٿا. ايليٽ صاحب ڪراچيءَ کي 'ديبل' ڪوٺيو آهي، حالانڪ ڪراچي جو ان وقت اجا وجود ئي ڪونه هو. ڪراچي، بندر طور 1729ع ڌاري استعمال ٿيڻ ۾ آيو. موجوده ڏابيجي اسٽيشن کان اٽڪل 5 ميلن جي مفاصلي تي، ڏکڻ اوڀر طرف ٺٽي کان ڪراچي ويندڙ رستي کان ٻن ميلن

جي مفاصلي تي 'گهارو' نالي هڪ سامونڊي ڪاري جي ڪپ تي قديم شهر ڀنڀور جي کوٽائي مان قديم آثار وارن کي ڪي شيون ۽ نشانيون لڌيون. جن جي بنياد تي هن شهر کي سنڌ جو قديم 'ديبل بندر' سڏيو ويو.

سنڌ جي هن قديم بستي متعلق مؤرخن ۾ ڪافي اختلاف آهن ۽ مختلف دورن ۾ هن بستيءَ کي جدا جدا هنڌن تي ڄاڻايو ويو آهي. ڊاڪٽر بلوچ، ڀنڀور کي ديبل سڏيو آهي. ان جي برعڪس پير حسام الدين راشدي، ڊاڪٽر ممتاز حسين پٺاڻ ۽ ايم. ايڇ. پنهور هن ڳالهه کي نه ٿا مڃين. پير حسام الدين راشدي 'مڪلي نامه' جي حاشين ۾ ٺٽي شهر جي قدامت تي بحث ڪندي، ديبل جي ماڳ ۽ زوال تي پڻ گهڻ قديم ڪتابن جي مدد سان روشني وڌي آهي. پير صاحب جي راءِ آهي ته ديبل بندر 658هه/ 1272ع کان پوءِ زوال پذير ٿيو. اهوئي دور آهي جڏهن ٺٽي ننگر جي اوسر شروع ٿي. مڪلي ٽڪر جي بلڪل ڏاکڻين ڪنڊ تي پير پٺي جي مزار آهي. ڪتابن ۾ هن بزرگ کي ديبلي سڏيو ويو آهي. ڏکڻ ۾ جتي مڪلي ٽڪر ختم ٿئي ٿو، ان جي ڀر پاسي ۾ ميداني علائقي ۾ قديم ديبل بندر جي هجڻ جون شاهديون موجود آهن.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ عرب تاريخ نويسن جي احوال جي آڌار تي لکي ٿو ته سن 637ع- 636ع ۾ حضرت عمر رضه جي خلافت جي زماني (5 هه) ۾ عمان جي گورنر عثمان بن ابي العاص الثقفي، مغيره ۽ حڪم جي هٿ هيٺ سمنڊ ذريعي هڪ مهم موڪلي هئي، جنهن هندستان جي ٽن بندرگاهن ديبل، ڀڙوچ ۽ ٿاڻه تي حملا ڪيا هئا. ان کانپوءِ عبيدالله بن نبهان ۽ بديل بن طهفة الجبلي 711هه ۾ ديبل تي حملو ڪيو. بعد ۾ محمد بن قاسم 713ع ۾ ديبل تي ڪاهه ڪئي. فتح ڪيو ان دور ۾ سنڌ ۾ ديبل وڏو بندر ۽ وڏو شهر هو. جيڪو عربن جي اچڻ کانپوءِ علمي شهر بڻجي ويو. هن شهر ۾ پهريون پيرو اسلامي مدرسن جو بنياد پيو. عراق ۽ عرب کان ڪيئي عالم هن شهر ۾ اچڻ لڳا ۽ خود هن شهر ۾ وڏا جيد عالم، محدث، مفسر ۽ فقيه پيدا ٿيا. عرب تاريخ نويسن ڪيترن اهڙن عالمن کي ان شهر جي نسبت سان 'ديبلي' ڪري لکيو آهي. علامه سمعاني پنهنجي ڪتاب 'ڪتاب الانساب' ۾ اهڙن ڪيترن ئي عالمن جو ذڪر ڪيو آهي.

**ديبلي، ابراهيم:** شيخ محدث ابراهيم بن محمد بن ابراهيم بن عبدالله ديبلي سنڌي هڪ وڏو عالم محدث هو سندس ذڪر سمعاني 'ڪتاب الانساب' ۾ ڪيو آهي، جنهن ۾ هن ڄاڻايو آهي ته، "هن حديث جي روايت موسيٰ بن هارون کان ۽ محمد بن علي مصائغ ڪبير کان ۽ ٻين محدثن کان ڪئي ۽ آخر مڪي شريف ۾ اچي رهيو جتي سندس وفات ٿي." ابراهيم ديبليءَ جو ذڪر حمويءَ پنهنجي ڪتاب 'معجم البلدان' ۾ به ڪيو آهي. سندس وفات جي تاريخ معلوم ٿي نه سگهي آهي، پر 'نزهت الخواطر' واري ڪيس چوٿين صديءَ جي رجالن ۾ آندو آهي.

**ديبلي، ابوبڪر احمد بن محمد هارون حربي:** ابوبڪر احمد بن محمد هارون حربي ديبلي رازي 275هه/888ع ۾ ديبل ۾ پيدا ٿيو ديبل مان 'ري' هليو ويو ۽ 'الرازي' جي نالي سان مشهور ٿيو بغداد ۾ امام جعفر بن محمدفاريابي ۽ ابراهيم بن شريڪ ڪوفيءَ کان حديث جي روايت ڪيائين. قرآن مجيد جي تعليم مسنون بن هشيم کان ۽ قرائت امام عاصم ڪوفيءَ کان حاصل ڪيائين. بغداد جي پسگردائي ۾ 'حربيه' ۾ سڪونت اختيار ڪيائين، انهيءَ ڪري الحربي سڏيو ويو سندس شاگردن ۾ احمد بن علي البادا، ابو علي بن دوما العفاليٰ ۽ قاضي ابوالعليٰ واسطي جا نالا قابلِ ذڪر آهن. ابوبڪر احمد بن محمد هارون حربي ديبلي 370هه/ 980ع ۾ وفات ڪئي.

**ديبلي، ابو جعفر محمد بن ابراهيم:** ابو جعفر محمد بن ابراهيم ديبلي مڪي، ديبل جو پهريون عالم آهي، جيڪو حديث جي اعليٰ تعليم لاءِ ٻاهر ويو ۽ مڪي مڪرم ۾ مستقل سڪونت اختيار ڪيائين. هن مڪي شهر جي ڪن مشهور محدثن کان تعليم حاصل ڪئي ۽ اتي رهي حديث جو درس ڏيڻ شروع ڪيائين. ابوالحسن احمد بن ابراهيم بن فراس مڪي، ابوالحسن محمد بن محمد الحجاج (وفات: 978ع) ۽ محمد بن ابراهيم المرقي (وفات: 991ع) کانئس حديثون روايت ڪيون آهن. ابو جعفر محمد بن ابراهيم ديبلي جو اهم ڪارنامو مڪاتيب النبي جي ترتيب آهي. پاڻ سڳوري صلي الله عليه وسلم جي خطن جو هي پهريون مجموعو آهي. هيءُ حديث جي عالم سان گڏ تفسير جي علم جو عالم به هو. ابن عيينه جي 'ڪتاب التفسير' جو درس سندس شاگرد عبدالرحمان المخزومي (وفات: 863ع) کان ۽ ابن المبارڪ جي ڪتاب 'البرو الصله' جو درس سندس شاگرد حسين المروزي (وفات: 856ع) کان ورتائين. حديث جي تعليم مڪي جي محدث محمد بن زنبور، عبدالحميد بن صبيح، ابوالحسن احمد بن ابراهيم مڪي ۽ ابوبڪر محمد بن ابراهيم مصري کان حاصل ڪيائين. جمادي الاول 322هه/ 933ع ۾ مڪي ۾ وفات ڪيائين.

**ديبلي، ابو عبدالله محمد بن عبدالله:** عالم، فاضل ۽ اولياءُ الله هو. زبردست قاري ۽ مقرر به هو. جعفر بن محمد بن سقيط، عبدالرزاق بن حسن ۽ سڪن بن بڪرويه کان تعليم حاصل ڪيائين. ابن جوزي صفة الصفوه ۾ سندس ذڪر ڪيو آهي شام ۾ مستقل سڪونت اختيار ڪئي هئائين.

**ديبلي، ابو محمد حسن بن حامد:** محدث، اديب ۽ شاعر ابو محمد حسن بن حامد ديبلي بغدادي مشهور واپاري رهيو آهي. واپار جي سلسلي ۾ ڪيترن ملڪن جو سير سفر ڪيائين. هن جا مشهور محدثن، شاعرن ۽ اديبن سان انتهائي قريبي تعلقات هئا. عربي جو مشهور شاعر المتنبي جڏهن بغداد ويو ته وٽس مهمان ٿي رهيو. هن علم ادب جي ترقيءَ ۽ واڌويجهه لاءِ تمام گهڻو پئسو خرچ ڪيو. انسان دوست ۽ عالمن جو قدردان هو ثقافتي سرگرمين ۾ ڏاڍي شوق سان حصو وٺندو هو. بغداد ۾ 'درب الزعفراني ۽ غريبن لاءِ هڪ سراءِ تعمير ڪرايائين. جيڪا سندس نالي پٺيان 'سراءِ خان ابن حامد' جي نالي سان مشهور ٿي.

حديث جو علم علي بن محمد بن سعيد الموصلي، محمد النقاش ۽ ابو علي التمريءَ کان حاصل ڪيائين. حديث جي ڄاڻ ۽ بيان سان سندس دلي لڳاءُ هو ۽ حديث جو علم سکڻ لاءِ ڪٿي به وڃڻ لاءِ تيار هوندو هو. حديث جي سلي ڄاڻ هيس ۽ ان جو درس ڏيڻ لاءِ مصر، دمشق ۽ ٻين ملڪن ڏانهن ويندو هو مصر ۾ محمد بن علي صوري کانئس حديث روايت ڪئي آهي. 1009ع ۾ وفات ڪيائين.

**ديبلي، ابو موسيٰ**: سنڌ جي درويشن ۽ اوليائن جي سلسلي ۾ ابو علي سنڌيءَ کان سواءِ جيڪي نالا ملن ٿا، تن ۾ ديبل جي بزرگن جي گهڻائي آهي. 'ڪارنامہ بزرگان ايران' ڪتاب مطابق ابو موسيٰ ديبلي بايزيد بسطاميءَ جو شاگرد ۽ مريد هو. ان سلسلي ۾ علامہ ابن جوزيءَ جي ڪتاب صفوه الصفوه ۾ ابو موسيٰ ديبليءَ جي زندگيءَ ۽ بايزيد بسطاميءَ جي وڌيڪ نسبي لاڳاپي جو ذڪر ملي ٿو. ڪتاب ۾ ڄاڻايل آهي تہ ابو موسيٰ ديبلي سنڌي بايزيد جو ڀاڻيجو هو. هن مان اهو ظاهر ٿئي ٿو تہ ابو موسيٰ جو والد ديبل کان بغداد پهتو هوندو ۽ ان جو بہ علم ۽ عرفان ۾ وڏو درجو ٿو ڏسجي، جو بايزيد بسطاميءَ جهڙي بزرگ ۽ عالم کيس پنهنجي ڀيڻ پرڻائي ڏني، جنهن مان ابو موسيٰ پيدا ٿيو، جنهن اڳتي هلي پنهنجي مامي بايزيد بسطاميءَ کان فيض پرايو.

علامہ ابن جوزيءَ، شيخ بايزيد بسطاميءَ جا ڪيترا قول ابو موسيٰ ديبليءَ سنڌيءَ کان نقل ڪيا آهن. ابو موسيٰ ديبليءَ جو چوڻ آهي تہ هن بايزيد بسطاميءَ کان پڇيو تہ، "آءُ ڪنهن جي صحبت اختيار ڪريان" تہ هن فرمايو تہ "اهڙي ماڻهوءَ سان سنگت رک، جو جڏهن تون بيمار ٿئين تہ تو کان طبع پرسي ڪري ۽ جڏهن تو کان ڪو گناهہ ٿئي تہ تو لاءِ دعا گهري." ان کان سواءِ ابو موسيٰ ديبلي، بايزيد بسطاميءَ جون ٻيون بہ ڪيتريون ڳالهيون ڪيون آهن. پاڻ ٽين صدي هجريءَ جي بزرگن مان ٿي گذريو آهي.

**ديبلي، احمد بن محمد**: هيءُ درويش ۽ زاهد ديبل (سنڌ) جو رهاڪو هو، جنهن پوءِ مصر ۾ وڃي سڪونت اختيار ڪئي، جنهن ڪري کيس مصري بہ سڏيو وڃي ٿو. علامہ سبڪيءَ پنهنجي تاليف 'طبقات الشافعيت الڪبريٰ' ۾ لکيو آهي تہ: "احمد بن محمد، ابوالعباس ديبلي حافظ ۽ زاهد هو". علامہ ابن الصلاح بہ پنهنجي ڪتاب ۾ سندس ذڪر ڪيو آهي تہ: "هيءُ هڪ وڏو فقيه هو، علم جي ڪيس عمدي ڄاڻ هئي. امام شافعي جي مذهب جو فقيه ٿيو. سندس گذران هٿ جي ڪمائيءَ درزڪي ڪم تي هو. هن بزرگ جي زهد جو هي عالم هو، جو ڪڏهن بہ ڪنهن کان پاڻيءَ جو ڍُڪ بہ نہ گهريائين، صالح انسانن مان هو." سندس ڪيتريون ڪرامتون بہ مشهور آهن. زندگيءَ جي آخري گهڙين ۾ ابوالعباس نسوي ۽ ابو سعيد ماليني، هن درويش سان گڏ هئا. سندس وفات 373هہ / 983ع ۾ ٿي.

**ديبلي، علي بن موسيٰ**: علي بن موسيٰ ديبلي، چوٿين صدي هجريءَ جي وڏن محدثن مان هو ۽ 'العالم المحدث' جي لقب سان مشهور هو. پنهنجي شهر ديبل ۾ حديث جو درس ڏيندو هو. ان کانسواءِ بغداد ۾ وڃي حديث جي روايت ڪيائين. ديبل ۾ شيخ خلف بن محمد موازيني ديبليءَ کانئس حديث جي روايت ڪئي.

**ديت**: ديت، خون بها طور مال جو اهو مقرر مقدار آهي، جيڪو ڪنهن کي قتل ڪرڻ يا ظالماڻي طريقي سان ڪنهن کي نقصان رسائڻ جي صورت ۾ واجب الادا هوندو آهي. جسماني نقصان پهچائڻ جي صورت جيڪو ڏنڊ لڳندو آهي، ان کي 'الرشد' چوندا آهن. ديت جا ٻہ قسم آهن. هڪ اختياري ٻيو واجب. اختياري ديت اتي لاڳو ٿيندو آهي، جتي ڄاڻي واڻي نقصان پهچايو ويو هجي.

**ديپچندر تلوڪچند 'چندر'**: سنڌي ٻوليءَ جو ناميارو اديب ۽ ليکڪ ديپچندر تلوڪچند بيلاڻي 'چندر'، 17 اپريل 1909ع تي نوابشاهہ ضلعي جي ڳوٺ 'ڪاڻيا ڪلهوڙا' ۾ ڄائو. اڌ صديءَ کان مٿي ليکڪ، شاعر ۽ مضمون نگار طور ادبي پسمنظر رکي ٿو. هن ۽ پريداس برهمچاريءَ ماهوار رسالو 'ڦلواڙي' ٻيهر جاري ڪيو، جيڪو تمام گهڻو مشهور ٿيو. ديپچندر ٻارن لاءِ ڪهاڻيون ۽ ٻيو ڪافي ادب تخليق ڪيو.

هن جا ڪيترائي ڪتاب ڇپيل آهن، جن ۾ (1) آريہ ديويون (1936ع)، (2) ناري رهبر (1938ع)، (4) رام ورڪا (1943ع)، (5) ڪستورٻا (مهاتما گانڌيءَ جي گهر واريءَ ڪستورٻا جي ڪٿا: 1944ع)، هندي انگريزي سنڌي ڊڪشنري (1962ع)، سنڌي سُونهارا (1966ع) ۽ 'جواهر درشن' (جواهر لال نهروءَ جي ڪٿا: 1967ع) شامل آهن. جن مان 'جواهر درشن' ڪتاب، ٻاراڻي ادب چٽاڀيٽيءَ ۾ انعام يافتہ آهي. ديپچندر، ورهاڱي کان پوءِ اجمير ۾ وڃي رهيو.

**ديپڪ** (راڳڻي): پوربي ٺاٺ جي سمپورن راڳڻي آهي، جنهن جي آروهيءَ ۾ رکب ورج ۽ امروهيءَ ۾ نکاد ورج آهي. هڪ ٻئي اصول سان ڪلياڻ ٺاٺ ۾ نکاد ورج ڪري بہ ڳاتي ويندي آهي. ڪن گرنٿن ۾ هن کي ڀيرو ٺاٺ ۾ ڄاڻايو ويو آهي. انهيءَ مت ۾ مڌم ۽ نکاد ورج ڪندا آهن ۽ ڪرج



ديپڪ راڳڻيءَ جو خيالي فوٽو، جيڪو 1605ع ۾ شهاب الدين نالي آرٽسٽ ٺاهيو.

کي وادي سُر ليکيو آهي. پر چتر پنڊت 'لکش سنگيت' ۾ لکيو آهي تہ "اسان کي پهريون اصول وٺي ٿو چون ٿا تہ هاڻي ديپڪ راڳ آهي ڪونہ، جو هن جي ڳائڻ سان باهہ لڳي پلا سوال ٿو پيدا ٿئي تہ اهو ميگهہ ڪٿي آهي، جنهن جي ڳائڻ سان برسات ٿي پوي."

هن راڳڻيءَ جي خاص تان: ڌا ڌِا پا مِي پا- نِي سا- ڌِا نِي سا- مي پا ني سا- ر را سا- گي مي گي را سا- پا پا- مي گي – پا گي را را سا آهي.

هن راڳڻيءَ آروهي: سا گي مي پا ڌا ني س، امروهي: سَا ڌا پا- مي گي را سا، وادي سُر 'ڪرج' ۽ سموادي سُر 'پنچم' آهي. ديپڪ راڳڻيءَ جي ڳائڻ جو وقت ڏينهن جو ٽپهريءَ کان پوءِ آهي.

**دي جرنل آف دي سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽي:** 1843ع ۾ انگريزن سنڌ کي فتح ڪيو، تڏهن کان جديد سنڌ جي تعمير شروع ٿي. مغربي طرز جي تعليم، پرنٽنگ پريس، رسالا، اخبارون ۽ ڪتاب ڇپجڻ جي شروعات ٿي. پر سنڌ جي بدقسمتي اها رهي ته آزادي کسجڻ کان پوءِ اها چار سال صوبو رهڻ بعد بمبئيءَ پرڳڻي جي تابع بنائي وئي. ان پسمنظر ۾ نه ته سنڌ اندر ڪا يونيورسٽي ٺهي سگهي ۽ نه ئي وري ڪي علمي ادبي ادارا قائم ٿي سگهيا. ان ڪري اهل سنڌ علمي ۽ ثقافتي طور بنگال، مدراس ۽ بمبئيءَ وانگر اڳتي اچي نه سگهيا. 1900ع ڌاري سنڌ جي سياستدانن جي ذهن ۾ اهو خيال پيدا ٿيو ته، سنڌ کي بمبئيءَ سان ملائي وڏي زيادتي ڪئي وئي آهي. ان ڪري، پوءِ سنڌ کي بمبئيءَ کان جدا ڪرائڻ جي هڪ تحريڪ شروع ٿي. تحريڪ زور سان وڌڻ لڳي ته عالمن ۽ اديبن ۾ اهو احساس پيدا ٿيو ته، سنڌ جي پنهنجي ٻولي، ادب، ڪلچر، جاگرافي ۽ تاريخ تي وڏ ۾ وڏ ڪتاب لکيا ۽ ڇپايا وڃن ته جيئن دنيا کي ڏيکاري سگهجي ته سنڌ هر لحاظ کان هڪ منفرد خطو آهي ۽ ان جو ماضي شاندار ۽ ٻولي توڙي ادب شاهوڪار آهي.

VOL. III JUNE 1938. No. 2

THE JOURNAL OF THE SIND HISTORICAL SOCIETY.

EDITED BY A. B. ADVANI, M.A., LL.B. AND N. M. BILLIMORIA.

KARACHI

انهيءَ ڏس ۾ جيڪي به علمي ۽ عملي ڪوششون ڪيون ويون، تن ۾ 'سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽيءَ' جو وڏو نالو آهي. هيءَ سوسائٽي، ڪراچي شهر ۾، 1934ع ۾ وجود ۾ آئي. ان جو پهريون صدر سنڌ جو وڏو اديب ۽ شاهه لطيف جو پارکو، ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي بڻيو. نائب صدر اي. ايم. چنا، اعزازي سيڪريٽري ڊاڪٽر ڊيو آرٽ، اعزازي جوائنٽ سيڪريٽري اي. بي. آڏواڻي، لائبريرين وي. بي. ياس ۽ اعزازي آڊيٽر خانصاحب جمشيد جي. ايس. سيٺنا چونڊيا ويا. ڪاروباري ڪميٽيءَ جا ست ميمبر پڻ مقرر ڪيا ويا، جن مان ڪن جا نالا هن ريت آهن: (1) اين. ايم. بليموريا، (2) بي. ڊي. ميرچنداڻي ۽ (3) ٻيرو مل مهرچند آڏواڻي. عهديدارن جي ڪميٽيءَ ۾ غالباً وقت به وقت تبديلي ٿيندي پئي رهي. سوسائٽيءَ جي ميمبرن جا ٽي گروپ ٺئي ٿيا. سرپرست، لائيف ميمبر ۽ عام ميمبر. پهرئين گروپ ۾ شامل ٿيندڙ کي 500 روپيا، لائيف ميمبر کي 100 روپيا ۽ عام ميمبر کي ساليانو چندو صرف 06 روپيا ڏيڻو ٿي پيو. ابتدائي طور تي عام ميمبرن جو تعداد 50 هو، جن مان ڪن جا نالا هن طرح آهن: جي. ايم. سيد، ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽو، محمد حنيف صديقي، سيد ميران محمد شاهه، (خانبهادر) محمد صديق ميمڻ، ٽي. ايس. ٿڏاڻي، حيدر بخش جتوئي، سهراب ڪيٽرڪ ۽ ڪي ٻيا.

قيام پاڪستان کان پوءِ جيئن انگريزن جي دؤر جي بهترين ڪمن، آثارن ۽ علامتن کي گم ڪرڻ شروع ڪيو ويو، تيئن سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽيءَ کي پڻ گمناميءَ جي اوڙاهه ۾ اڇليو ويو.

هن سوسائٽيءَ جو شاندار ۽ لازوال ڪم **'دي جرنل آف دي سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽي'** (The Journal of the Sindh Historical Society) آهي. هن انگريزي رسالي جو پهريون پرچو مئي 1934ع ۾ ڇپجي آيو. پهرئين شماري جو ايڊيٽر اي. بي. آڏواڻي صاحب هو. ٻيو پرچو آڪٽوبر 1934ع ۾ ڇپيو ته آڏواڻيءَ سان گڏ اين. ايم. بليموريا جو نالو به ايڊيٽر طور شامل ڪيو ويو. سوسائٽيءَ جي جرنل جو جلد ڇهون، نمبر 4 پرچو، سيپٽمبر 1943ع ۾ ڇپيو. ان پرچي تائين بليموريا، جرنل يا رسالي جو ساٿي ايڊيٽر رهيو.

اڄڪلهه محقق ۽ تاريخدان ڊاڪٽر غلام محمد لاکو، هن سوسائٽيءَ ۽ ان جي جرنل تي مفصل تحقيق جي ڪم ۾ مصروف آهي. ان جي راءِ آهي ته ڇهن جلدن جي مڪمل ٿيڻ کان پوءِ رسالي جي ادارتي پاليسيءَ ۽ هيئت ۾ ڪي مکيه تبديليون ڪيون ويون هيون. جلد ستون، نمبر 1- 2، پرچو جولاءِ 1944ع ۾ نڪتو. هڪ ته ايڊيٽرن بجاءِ ڪڏهن پنجن ته ڪڏهن ڇئن عالمن جي ايڊيٽوريل بورڊ، رسالي جي ادارت جا فرض سرانجام پئي ڏنا. ان ايڊيٽوريل بورڊ ۾ به اين. ايم. بليموريا آخر تائين شامل رهيو. ٻيو هي ته سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽيءَ پهريون ڀيرو سنڌ جي نقشي سان منسلڪ هڪ لوگو ٺهرايو، جيڪو پرچي جي سرورق تي آندو ويو. ٽين معمولي تبديلي، رسالي جي نالي ۾ ڪئي وئي ۽ ان کي **'جرنل آف دي سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽيءَ'** جو نالو ڏنو ويو.

ڊاڪٽر غلام محمد لاکي جي تحقيق آهي ته، هن رسالي جا ڪل 30 (ٽيهه) پرچا نڪتا. آخري پرچو جلد اٺون، نمبر 3، جنوري 1948ع ۾ شايع ٿيو. هي شمارو **'ڊاڪٽر ايڇ. ايم. گربخشاڻي يادگار نمبر'** ڪري ڪڍيو ويو. ياد رهي ته سنڌ جو هي نامور عالم، سوسائٽيءَ جو پهريون صدر هو، جنهن 11 فيبروري 1947ع تي وفات ڪئي هئي. جلد اٺين جو چوٿون پرچو شايد ڇپجي نه سگهيو. ورهاڱي ۽ قيام پاڪستان (آگسٽ 1947ع) کان پوءِ حالتون يڪسر تبديل ٿي ويون. ان ڪري سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽي ۽ ان جي جرنل جي پڄاڻي اچي پهتي.

هن سوسائٽيءَ ۽ ان جي جرنل، سنڌ جي قديم آثارن، تهذيب ۽ تاريخ تي 200 کن عالمانه مضمون ۽ مقالا ڇپيا. انهن مضمونن جو معيار نهايت مٿانهون هو. هن جرنل جي اشاعت سان سنڌ جي اڀياس جا ڪيئي پَهلو پهريون ڀيرو نروار ٿيا. سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽي ۽ ان جي جرنل جي ڪري، اسان جي تاريخ جو اونهو ۽ مفصل اڀياسي رُخ اپڻ شروع ٿيو. سنڌي ادبي بورڊ، 1950ع ۾ (نئين سر) تشڪيل ڏنو. سنڌي ادبي بورڊ، هسٽاريڪل سوسائٽيءَ جي ڪم کي ڏسي، سنڌ جي تاريخ تي مفصل ڪم ڪرائڻ جي رٿابندي ڪئي. نه رڳو ايترو، پر غلام رسول مهر 'تاريخ سنڌ- ڪلهوڙا دؤر' ۽ ايڇ. ٽي. ليمبرڪ 'سنڌ مسلمانن جي فتح کان اڳ' ڪتابن جي تياريءَ ۾ 'سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽيءَ' جي رسالن (جرنلن) تان تمام گهڻي مدد ورتي.

جرنل ۾ ڇپجندڙ مواد پهرين سوسائٽيءَ جي گڏجاڻين ۾ پڙهيو ويندو هو. اهڙيون گڏجاڻيون اڪثر ڊي. جَي. سنڌ ڪاليج ۾ منعقد ٿينديون هيون. هي رسالو ڪڏهن ڇهين مهيني ڇپجندو هو ته ڪڏهن ان مدت کان به اڳي نڪرندو هو. جرنل ڪنهن وقت اٺين مهيني يا وري سال ۾ هڪ ڀيرو

بہ نڪرندو هو. اين. ايم. بليموريا ساڳي ايڊيٽر ۽ ايڊيٽوريل ڪميٽيءَ جو ميمبر بہ رهيو. هن جو تعلق ڪراچي شهر جي پارسي برادريءَ سان هو. جرنل لاءِ وڏ ۾ وڏ مواد بليموريا صاحب لکيو ۽ ڇپرايو ان کان سواءِ بي. ڊي. ميرچنداڻي (آءِ. سي. ايس)، اي. بي. آڏواڻي، ماڻڪ بي. پٿاوالا، سي. ايل. ماڙيوالا، ايڇ. ٽي. ليمبرڪ (آءِ. سي. ايس) ۽ مِس سرلا جي نرسين پڻ سنڌ متعلق هن پرچي ۾ لاڳيتو لکيو. عجب جي ڳالهہ آهي تہ سنڌي مسلمان عالمن ۾ سواءِ محمد حنيف صديقيءَ جي ٻئي ڪنهن بہ هن جرنل لاءِ نہ لکيو. سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽيءَ ۽ ان جي جرنل کي اڳتي وڌائڻ وارا عيسائي، پارسي، انگريز ۽ هندو هئا. سوسائٽي جنهن وقت سنڌ تي رٽابنديءَ سان ڪم ڪرڻ طرف وڌي رهي هئي، ان وقت هندستان جو ورهاڱو ٿيو. آگسٽ 1947ع ۾ پاڪستان ٺهيو تڏهن سنڌ ۽ خاص طرح سان ڪراچي شهر جي صورتحال يڪسر تبديل ٿي وئي. هندن، انگريزن ۽ پارسين مان ڪي لڏي ويا ۽ ڪي بدليل حالتون ڏسي خاموش ٿي ويا. ائين هڪ خالص علمي اداري ۽ ان جي جرنل جي خاتمي جو وقت اچي ويو.

هن وقت سنڌ ۾ ڪنهن بہ ڪتب خاني ۾ هن جرنل جو مڪمل سيٽ موجود ڪونهي. ڪٿي ڪٿي ايڪڙ ٻيڪڙ پرچا ڏسڻ ۾ اچن ٿا. شايد ان جو هي سبب بہ هجي تہ مسلمانن هن پرچي جي واڌاري ۾ ڪو خاص ڪردار ادا نہ ڪيو ۽ ان کي هندن، انگريزن، عيسائين ۽ پارسين جو ڪم سمجهندي، اهميت جوڳو نہ سمجهيو.

هن وقت تائين هن جرنل ۾ ڇپيل مواد ذريعي ٻہ ڪتاب مرتب ٿي ڇپيا آهن: (1) ماڻڪ بي. پٿاوالا جو ڪتاب 'هسٽاريڪل جاگرافي آف سنڌ' (Historical Geography of Sindh)، جيڪو اصل ۾ سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽيءَ ۾ ڇپيل/ لاڳاپيل مواد جي ميڙا چُونڊِ آهي. هي ڪتاب انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي 1976ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، (2) ٻيو ڪتاب 'سنڌ آبزروڊ' (Sindh Observed) جي نالي سان لاهور مان 1993ع ۾ ڇپيو آهي، جنهن کي ڊاڪٽر مبارڪ عليءَ مرتب ڪيو آهي، جنهن ۾ سوسائٽيءَ جي جرنل مان 19 مضمون منتخب ڪري ڏنا ويا آهن.

**ديدار حسين خان:** طبلي نواز ديدار حسين خان 1965ع ڌاري حيدرآباد ۾ خانصاحب فدا حسين خان جي گهر ۾ جنم ورتو گائڪيءَ ۽ طبلي جي سکيا پنهنجي والد کان ورتائين. ٿوري عرصي ۾ هُن گائڪي ۽ طبلي وڄائڻ ۾ وڏي مهارت حاصل ڪئي.



ديدار حسين خان ابتدا کان وٺي خانصاحب منظور علي خان سان طبلي تي سات سنگت ڪئي. 1978ع ۾ اوپن ايئر ٿيٽر ۾ پڻ خانصاحب منظور علي خان سان سنگت ڪيائين. گڏوگڏ ديدار حسين پنهنجي والد صاحب سان پڻ سات سنگت ڪندو رهيو. ان کان سواءِ طبلي ۾ ڊولڪ تي استاد محمد جمن، محمد يوسف، گلزار علي خان (دايو)، وزير علي خان، استاد حميد علي فتح علي خان، استاد نياز حسين خان، استاد تصدق حسين خان، حسين بخش خادم، فقير عبدالغفور سان بہ سات سنگت ڪري چڪو آهي. هڪ ڀيري حضرت سچل سرمست جي ميلي ۾ سندس فن ڏسي عابده پروين، استاد منظور علي خان کي چيو تہ ديدار حسين کي چئو تہ مونسان محفلن ۾ طبلو وڄائي، پر خانصاحب منظور علي خان انڪار ڪيو.

ديدار حسين ڪلاسيڪل پروگرام 'راڳ رنگ' ۾ پنهنجي والد فدا حسين خان سان گڏ راڳ بہ آلاپيو ان کان سواءِ پي. ٽي. ويءَ جي پروگرام محفل ۾ بہ گائيڪيءَ جا جوهر ڏيکاريائين. ريڊيو پاڪستان تي پنهنجي والد استاد فدا حسين خان سان گڏ پروگرام ڪندو هو پر 1988ع ۾ خواجا امداد ڪيس ريڊيو لاءِ منظوري ڏني، جنهن ڪان پوءِ هو ريڊيو پاڪستان ۾ اي ڪلاس ڪيٽيگريءَ ۾ ڳائيندو رهيو.

ديدار حسين خان کي درگاهي راڳي/ گائڪ جو اعزاز بہ حاصل آهي. هن شروع شروع ۾ حيدرآباد جي درگاهہ سيد چُتل شاهہ تي ڳايو ۽ وڏو داد حاصل ڪيائين. ديدار حسين گائڪ گهراڻي سان واسطو رکي ٿو. هو خانصاحب منظور علي خان جو سڳو ڀاڻيجو ۽ خانصاحب بيبي خان جو پوٽو آهي. ديدار حسين خان، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رح، قلندر لعل شهباز ۽ مصري شاهہ تي ٿيندڙ ادبي ڪانفرنسن ۾ پرفارم ڪري چڪو آهي. ديدار حسين خان اڄڪلهہ پنهنجي ڀاءُ محبت علي خان سان گڏ جوڙي ۾ ڳائيندو آهي. ديدار حسين خان سنڌ يونيورسٽيءَ جي 'سينٽر فار ميوزڪ ايجوڪيشن' ۾ بہ استاد طور ڪم ڪري چڪو آهِ . ان کان سواءِ آل پاڪستان ڪانفرنس ۽ هندو جيمر خاني ۾ پنهنجي ڀاءُ محبت خان سان گڏ بہ ڀيرا پرفارم ڪري چڪو آهي.

**ديدار حسين سمو (فنڪار):** سنڌ جي ناليواري گلوڪار ديدار حسين سمي جو اصل نالو غلام علي ولد محمد اڪرم سمو آهي. سندس جنم



1948ع ڌاري ڳوٺ جادي ڪلهوڙي، ضلعي شڪارپور ۾ ٿيو. سندس والد محمد اڪرم سمو بہ پلوڙ ڊولڪ نواز ۽ شهنائي نواز هو. ديدار حسين سمو مڊل پاس آهي. موسيقيءَ جي ميدان ۾ سندس بنيادي استاد سيد سڪندر علي شاهہ هو جيڪو سندس وڏڙن جو مرشد ۽ پنهنجي وقت جو ڪلاسيڪل راڳي بہ هو جنهن ڪان پوءِ ديدار حسين طبلي جي سکيا حاصل ڪرڻ لاءِ ملڪ جي سريلي طبلا نواز استاد حاجي خان دوداپوريءَ جي ڳوٺ دوداپور (ضلعي جيڪب آباد) ويو. جتي هو طبلي جي باقاعدي تعليم حاصل ڪندو رهيو. ان دوران سندس وڏا مڪمل طور رتيديري ضلعي لاڙڪاڻي ۾ لڏي ڪري آيا.

ڪجهہ عرصي گذرڻ بعد ديدار حسين کي استاد حاجي خان جيڪب آباد وٺي ويو ۽ ملڪ جي نامياري ڪلاسيڪل ڳويي خانصاحب ارباب علي خان کوسي جي شاگردي ۾ ڇڏيو. جيئن تہ استاد ارباب علي خان جو واسطو سنڌ سان گڏ بلوچستان سان بہ هوندو هو. ان ڪري ديدار حسين کي پنهنجي استاد سان بلوچستان طرف اچڻ وڃڻ ۽ ڳائڻ وڄائڻ جو ڀرپور

موقعو ملندو رهيو. هن پنهنجي فني سفر جي شروعات ريڊيو پاڪستان ڪوئٽا کان ڪئي، جنهن بعد هن پي. ٽي. وي ڪوئٽا، پي. ٽي. وي ڪراچي، ريڊيو پاڪستان جي مختلف اسٽيشنن ۽ مختلف ٽي وي چئنلن تي به پنهنجي فن جا جوهر ڏيکاريا. هن موسيقيءَ ۾ ڪافي، غزل، خيال، ٺمري، فوڪ ميوزڪ کي ڳايو آهي. ديدار حسين سنڌي، اردو، بلوچي، براهوي ۽ پشتو ٻولين ۾ به ڳائي چڪو آهي.

سندس قابليت جو هڪ مثال هي به آهي ته محدود نصابي تعليم هوندي پاڪستان جي هر خطي ۾ اتان جي ماڻهن جي مزاج ۽ ٻولين کي سمجهي ڳائي ٿو. ديدار حسين شاهه لطيف، سچل سرمست، استاد بخاري، سرڪش سنڌي، عبدالغفار تبسم، مقصود گل، ادل سومري، زخمي چانڊيي ۽ ٻين شاعرن جي شاعريءَ کي ڪمپوز ڪري ڳائي چڪو آهي. هن وقت سکر ۾ رهائش پذير آهي.

**ديدار حسين شاهه، جسٽس:** اڳوڻو چيف جسٽس ۽ نيب چيئرمئن سيد ديدار حسين ولد سيد محبوب علي شاهه، 11 ڊسمبر 1939ع تي ڳوٺ ڳڙهي غلام حيدر قادري، تعلقي رتيديري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم رتيديري جي پرائمري اسڪول مان ورتائين. مئٽرڪ 1957ع ۾ هاءِ اسڪول رتيديري مان پاس ڪرڻ بعد سچل سرمست ڪاليج حيدرآباد ۾ داخلا ورتائين، جتان 1962ع ۾ بي اي پاس ڪيائين. بعد ۾ 1964ع ۾ سنڌ لا ڪاليج حيدرآباد مان ايل ايل بي ڪيائين. تعليم مڪمل ڪرڻ بعد استاد مقرر ٿيو. 1960ع کان 1965ع تائين گورنمنٽ هاءِ اسڪول نئين ديري ۽ گورنمنٽ هاءِ اسڪول رتيديري ۾ خدمتون سرانجام ڏنائين. 1957ع کان 1960ع تائين رتيديري ميونسپالٽيءَ ۾ آڪٽرا انسپيڪٽر ٿي رهيو. 1965ع ۾ سرڪاري نوڪريءَ کي خيرآباد چئي، نامور قانوندان عبدالرزاق سومري جي رهبريءَ ۾ وڪالت شروع ڪيائين. ڇهن مهينن پنهنجي منهن ڪيس ڪڻ جو آغاز ڪيائين. 1973ع ۾ ڪيس سنڌ هاءِ ڪورٽ ۾ انرولمينٽ مليو ۽ ڊسمبر 1973ع کان هاءِ ڪورٽ جا ڪيس ڪنيائين. ڪجهه عرصي بعد سندس نالو سنڌ جي ناميارن قانوندانن ۾ شمار ٿيڻ لڳو. 1970ع ۾ پيپلز پارٽيءَ ۾ شموليت اختيار ڪيائين ۽ 1970ع واري اليڪشن ۾ ذوالفقار علي ڀٽي جو پولنگ ايجنٽ رهيو. 1979ع ڌاري بلدياتي چونڊن ۾ حصو ورتائين. تعلقي ۾ وڏي مخالفت باوجود ضلعي ڪائونسل جو ميمبر چونڊيو ويو بعد ۾ ڪيس بنا مقابلي تعلقي ڪائونسل رتيديري جو چيئرمئن چونڊيو ويو ايم. آر. ڊي تحريڪ جي حمايت ۾ احتجاجاً پنهنجي عهدي تان استعيفا ڏنائين. ٻيهر 1987ع ۾ ضلعي ڪائونسل لاڙڪاڻي جو ميمبر چونڊيو ويو. نومبر 1988ع وارين صوبائي چونڊن ۾ پ پ جي ٽڪيٽ تي ممتاز ڀٽي کي شڪست ڏنائين. 1990ع ۾ به سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. 1993ع وارين چونڊن ۾



ممتاز علي ڀٽي کان اليڪشن هارايائين. سندن پ پ سان شروع کان وٺي گهرو لاڳاپو رهيو آهي. 1983ع کان تعلقي رتيديري جو صدر ۽ 1980ع کان 1993ع تائين بينظير ڀٽو طرفان شهيد ذوالفقار علي ڀٽو مزار ڪميٽيءَ جو سيڪريٽري مقرر ٿيو. مارشل لا دوران 1979ع ۾ ٽن مهينن تائين سکر سينٽرل جيل ۾ نظربند رهيو ۽ ايم. آر. ڊي تحريڪ دوران پڻ ايم. پي. او تحت هڪ مهيني لاءِ سکر سينٽرل جيل ۾ قيد رهيو. هن سرڪاري وفدن ۾ ميمبر جي حيثيت ۾ ڪوريا ۽ چين جا دورا ڪيا آهن. ان کان سواءِ هن نجي حيثيت ۾ فرانس، شام، سعودي وغيره جا دورا به ڪيا آهن. قانون جي شعبي ۾ تجربي سبب ڪيس 1994ع ۾ سنڌ هاءِ ڪورٽ جو جج مقرر ڪيو ويو، جنهن بعد پهرين فيبروري 2000ع ۾ سنڌ هاءِ ڪورٽ جو چيف جسٽس مقرر ٿيو. 28 اپريل 2000ع تي چئن سالن لاءِ 10 ڊسمبر 2004ع تائين سپريم ڪورٽ آف پاڪستان جو جج مقرر ٿيو. 2011ع ۾ ڪجهه وقت لاءِ نيب جو چيئرمئن پڻ رهيو آهي.

**ديدار حسين شاهه رضوي:** مشهور تعليمدان ۽ ليکڪ سيد ديدار حسين شاهه ولد غلام محمد شاهه رضوي، 11 مارچ 1948ع تي ديهه ڪلانڪوٽ، چاچڙڪي مڪان، ضلعي ٺٽي ۾ جنم ورتو. هن ابتدائي تعليم مسلم اسڪول آخوند براديه ٺٽي مان ورتي، مئٽرڪ 1964ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ٺٽي مان ۽ انٽر آرٽس 1966ع ۾ گورنمينٽ ڪاليج ٺٽي مان ڪيائين. بي. اي (اقتصاديات) 1969ع ۾ ۽ ايم. اي (اقتصاديات) 1970ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان فرسٽ ڪلاس فرسٽ پوزيشن ۾ حاصل ڪيائين. انهيءَ سان گڏ 1968ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي پوليٽيڪل سائنس شعبي مان ڊپلوما ان پبلڪ ايڊمنسٽريشن جو امتحان، فرسٽ ڪلاس ۾ ۽ 1969ع ۾ ساڳئي شعبي مان انٽرنيشنل رليشنز ۾ به فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ٿيو. جڏهن ته سنڌ يونيورسٽيءَ جي ڪامرس شعبي مان ڊپلوما ان بزنيس ايڊمنسٽريشن ۾ پهريون نمبر آيو. 1972ع ۾ سنڌ لا ڪاليج، حيدرآباد مان ايل. ايل. بي جو امتحان پاس ڪيائين. ساڳئي سال PCS ۽ 1973ع ۾ CSS جا امتحان پاس ڪيائين. پر اعليٰ تعليم جي شوق سبب 1973ع ۾ پي. ايڇ. ڊي ڪرڻ ويو ۽ 1977ع ۾ ماسڪو جي ميخائل واسليويچ لومانسوف يونيورسٽي (Mikhail Vasilivitch Lomonosov University) مان اقتصاديات جي شاخ ’پلاننگ ۽ ڊيولپمينٽ‘ ۾ پي. ايڇ. ڊي جي ڊگري حاصل ڪيائين. ڪيس مادري زبان سنڌيءَ کان سواءِ اردو، انگريزي، روسي، هندي ۽ سرائيڪي ٻولين جي ڄاڻ آهي. ڊاڪٽر ديدار حسين شاهه 1971ع کان 1973ع تائين سنڌ يونيورسٽيءَ جي شعبه اقتصاديات ۾ ليڪچرار رهيو جتان 1973ع ۾ فار ايسٽ اينڊ سائوٿ ايسٽ ايشيا اسٽڊي سينٽر ۾ اسسٽنٽ پروفيسر مقرر ٿيو. ساڳئي سينٽر ۾ ڪيس 1981ع ۾ ائسوسيئيٽ پروفيسر ۽ 1989ع ۾ پروفيسر مقرر ڪيو ويو. شاهه صاحب هن سينٽر جو



1978ع کان 1984ع تائين ڊائريڪٽر به رهيو ۽ 81-1980ع ۾ پاڪستان اسٽڊي سينٽر جو ڊائريڪٽر به رهي چڪو آهي. 1982ع ۾ ديدار حسين شاهه کي سخت چٽاپيٽيءَ بعد آمريڪا جي اليونئس يونيورسٽيءَ (Illinois University) ۾ وزيٽنگ پروفيسر طور چونڊيو ويو، جتي ڪيس سيمسٽر پڙهائڻ، ورڪشاپن، سيمينارن ۽ سميوليشن پروگرامن ۾ شرڪت جو موقعو مليو. ڪيس آمريڪا جي مختلف يونيورسٽين: اليونئس، ڊيوڪ، آرڪنساس، يونيورسٽي آف ڪئليفورنيا ۽ ايسٽ ويسٽ سينٽر ۽ ٻين ادارن ۾ ليڪچر ڏيڻ لاءِ موڪليو ويو. ديدار حسين شاهه مشرقي ۽ مغربي يورپ جا ڪافي ملڪ: آمريڪا، جپان، هانگ ڪانگ وغيره گهمي چڪو آهي. شاهه صاحب 1984ع کان 1986ع تائين انسٽيٽيوٽ آف اسٽراٽيجڪ اسٽڊيز، اسلام آباد جي بورڊ آف گورنرس جو ميمبر ۽ اسلاميه يونيورسٽي بهاولپور جو فيڪلٽي ميمبر به ٿي رهيو آهي. انهيءَ سان گڏ ايشيا دي فار ايسٽ اينڊ دسائو ايسٽ ۽ گراس روٽس مئگزين جو ايڊيٽر پڻ رهيو. هيءُ نيشنل انسٽيٽيوٽ آف هسٽاريڪل ڪلچرل ريسرچ اسلام آباد پاران پاڪستان جي جديد تاريخ جي اٺن جلدن ۾ اقتصادي جلد لکڻ لاءِ چونڊيو ويو. هن تحقيقي مقالا ۽ مضمون لکيا آهن، جيڪي مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپيل آهن.

ديدار حسين شاهه جو ڪتاب 'ترقياتي اقتصاديات' (ٻن جلدن ۾) انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄام شوري پاران 1990ع ۽ 1991ع ۾ ڇپجي چڪو آهي. ان کان اڳ سنڌس ڪتاب 'اقتصادي فڪر جي تاريخ' به ساڳئي اداري ڇپائي پڌرو ڪيو هو.

ديدار حسين شاهه ٺٽي جي رضوي خاندان مان آهي، جنهن خاندان مان وڏا درويش صوفي، حڪمران، اديب ۽ شاعر ٿي گذريا آهن، جن ۾ ميران محمد يوسف شاهه، مير لطف علي شاهه، نواب مير ڪمال الدين شاهه، سيد مير مرتضيٰ شاهه، سيد حاجي ذوالفقار شاهه، مير نجم الدين 'عزلت'، سيد وڏل شاهه 'ڪمتر' ۽ سيد غلام مرتضيٰ شاهه مرتضائي وغيره، جنهن جو ڪلام پڻ سنڌالاجي ڇپايو آهي. ان کان سواءِ سيد زمان شاهه 'ساقي' مشهور ڪافي گو شاعر به سنڌس ڏاڏي جو پيائٽيو آهي.

**ديدار علي سيال:** سگهڙ ديدار علي ولد محمد حسين سيال، 1962ع ڌاري ڳوٺ دائود ديري تعلقي ميهڙ ۾ جنم ورتو. ننڍپڻ کان ئي کيس شاعريءَ جو شوق هو هيءُ اڻ پڙهيل آهي. پر عشق مجازي ٿيڻ ڪانپوءِ سگهڙ محمد ملوڪ عباسيءَ جي صحبت ۽ رهبريءَ کيس بهترين سگهڙ ۽ شاعر بنائي ڇڏيو سنڌس ٻوليءَ ۾ ڪم آيل لغت جي شاهوڪاري ۽ اصطلاحن کي ڏسي سنڌس اڻپڙهيل هئڻ جو احساس نٿو ٿئي. سنڌس شاعري جا چار ڪتاب ڇپجي چڪا آهن، جن ۾: (1) 'ديس وسي ديدار اسان جو'، (2) 'فيصلا انصاف جا'، (3) 'ڪل جڳ رهندا ڪاپڙي'، (4) 'ڪنهن کي ڏجي دانهن' شامل آهن. هن وقت ڳوٺ دائود ديري، تعلقي ميهڙ ۾ رهي ٿو.

**ديڏڙ، شاهه محمد:** مشهور شاعر ۽ سگهڙ شاهه محمد ديڏڙ 1830ع ڌاري تعلقي قنبر جي ڳوٺ ديڏڙ ۾ بهادر خان ديڏڙ جي گهر ۾ جنم ورتو. سنڌس نانو حسين فقير ديڏڙ پڻ مشهور شاعر، سگهڙ ۽ عالم هو. جنهن وٽ هن فارسي، عربي ۽ ديني تعليم پرائڻ سان گڏ شاعري جي پڻ سکيا ورتي. حسين فقير ديڏڙ جو مٿس گهڻو اثر هو جنهن سان گڏ درس و تدريس به ڪيائين. ڏيري جي مخدومن جو مريد ٿيو. ميان شاهل محمد ڪلهوڙي جي ميلي تي پابنديءَ سان ويندو هو. مقامي ماڻهو کيس 'فقير شاهه محمد' ۽ 'ميان شاهه محمد' جي نالن سان سڏيندا هئا. صوفي بزرگ ۽ شاعر 'خوش' خير محمد هيسباڻيءَ سان دوستي هوندي هئي.

شاهه محمد تعلقي ڏوڪريءَ جي ميتلا ڳوٺ مان شادي ڪئي، کيس هڪ پٽ ٿيو جيڪو ننڍپڻ ۾ ئي گذاري ويو. ان کانپوءِ کيس ڪو به اولاد نه ٿيو. هن سڄي زندگي فقيريءَ ۾ گذاري. شاهه محمد ديڏڙ جا پنهنجي دؤر جي بهترين شاعر حاجي خان چنجڻيءَ سان ڪيترائي شاعراڻا مقابلا ٿيا، جن مان نصيرآباد ۾ شاعرن جي چٽاپيٽيءَ ۾ به شاهه محمد کي سوڀ ملي. شاهه محمد غيبي ديري جي نواب محمد خان چانڊيي پاران ڪرايل شاعرن جي چٽاپيٽيءَ ۾ به سوڀ ماڻي. هن 16 رمضان 1309ھ/ 1892ع ۾ وفات ڪئي. سنڌس ڪلام ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي 'ڪليات شاهه محمد ديڏڙ' جي نالي سان ترتيب ڏنو هو جنهن ۾ بيت، سينگار، ڪافيون، مولود، ٽيهه اکريون، صفت چاريار، التجا ۽ ٿي قصا جن ۾ قصو شهزادي جو، قصو دلي ۽ طالب جو ۽ قصو 'عمر ۽ ماريءَ' کان سواءِ 'معجزه هرڻي' ۽ مدحون 'پاڻيءَ واري' شامل آهن. هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ 1977ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**ديرارو:** تعلقي ۽ ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هينيان ڳوٺ شامل آهن:

منظور حسين مري، نبي داد مري، اختر آباد، عبدالله راڄڙ ۽ حاجي دل مراد.

**ديراڙو** (Deraro: ماڳ): هيءُ دڙو تاريخ کان اڳ واري دؤر سان واسطو رکي ٿو هيءُ ڳوٺ ديراڙي، تعلقي روهڙيءَ، ضلعي سکر ۾ "40 '11 °67 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ ۽ "30 '25 °27 اتر ويڪرائي ڦاڪ تي واقع آهي. هيءُ دڙو روهڙي شهر کان 50 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي ڏکڻ اوڀر طرف ڳوٺ ديراڙي جي ڏکڻ اوڀر ۾ ٻن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي ڳوٺ مهريءَ کان اتر اولهه ۾ پنج ڪلوميٽر پري آهي. هيءُ دڙو اتر ڏکڻ ۾ 230 ميٽر ڊگهو ۽ اوڀر اولهه ۾ 176 ميٽر ويڪرو ۽ زمين جي سطح کان اٺ ميٽر اوچو آهي. هيءُ دڙو رٽيٽ ۾ آهي، جنهنڪري ٻاهرين ماڻهن لاءِ هن دڙي کي ڳولڻ ۾ مشڪلات پيش اچي ٿي. مقامي رهواسي هن کي 'پڙو' به چون ٿا. هتان لڌل وٽن ۾ چقمقي ڪورون، پڙد، ٺڪر جي چوڙين جا ٽڪرا، ٺڪر جون چڪيون، پٿر جو سامان وغيره اچي وڃن ٿا. هن دڙي جي مٿاڇري تي پڪل ڳاڙهي رنگ جُو ٺڪرائون ۽ پٿرن جا ٽڪرا گهڻي تعداد ۾ پکڙيل آهن.

**ديراڙو-1** (Deraro-1: ماڳ): هن دڙي جو واسطو سنڌو سڀيتا واري دؤر سان آهي. دڙي جي جاءِ وقوع تعلقي جوهي، ضلعي دادوءَ ۾ ``10`09°69 اوڀر ۽ ``26`26°27 اتر ۾ آهي. دڙو اوڀر اولهه ۾ 156 ميٽر ڊگهو ۽ اتر ڏکڻ ۾ 106 ميٽر ويڪرو آهي. هيءُ قديم ماڳ واريءَ جي پوٺي تي آهي، جيڪو وٽن جي گهاٽن جهڳٽن ۾ ڍڪيل نظر اچي ٿو هتان پڳل چوڙيون، ٽانون جا ڪرچيل ۽ اڪريل ڪَنا ۽ ٽڪرا (جن تي ڪنهن خاص قسم جا نشان اڪريل آهن) وغيره مليا آهن.

**ديراموڙ:** ڪشمور کان گڊو بئراج ۽ رحيم يار خان (پنجاب) ويندڙ هيءُ قديم شاهراهه ڪشمور شهرجي اوڀر ۾ پرسان موڙ کائي ديري غازي خان ۽ ديري اسماعيل ويندي آهي. تنهنڪري هن موڙ تي 'ديرا موڙ' نالو پيو. ديرا موڙ پرسان گڊو بئراج مان نڪرندڙ پٽ فيڊر ڪئنال کان شاهي واهه جدا ٿئي ٿو جنهن ۾ پٽ فيڊر ڪئنال بلوچستان ۽ شاهي واهه سنڌ سيراب ڪري ٿو. ديرا موڙ وٽ ننڍي فوجي ڇانوڻي بہ آهي ۽ اوڀر تي ڪالوني، جڏهن تہ تعلقي آفيسون، هاءِ اسڪول تائين تعليمي ادارا، فلور مل، سيڊ فارم (مشنري)، هوٽلون، تيل ۽ گئس جا پمپ بہ قائم ٿي چڪا آهن.

**ديراوڙ قلعو:** هيءُ قلعو بهاولپور کان 60 ميل پري چولستان جي ٿر ۾ آهي. انهيءَ علائقي ۾ ٻيا قلعا ونگروٽ، بنورا، مارڪوٽ، ولهو موج ڳڙهه، مائو ڦوريا ۽ دين ڳڙهه جي نالن سان آهن. هن علائقي ۾ ايترن قلعن جو هئڻ ٻڌائي ٿو تہ هي علائقو ڪنهن زماني ۾ واپار جو اهم مرڪز هو. چولستان ۾ رڪنپور کان اسلام ڳڙهه ۽ نير کان ڪاپو تائين وچ وچ تي قلعن جو جار پکڙيل آهي. هي سڀ قلعا ڪي ڪچين سرن تہ ڪي پڪين سرن ۽ گاري سان اوساريل آهن.



ديراوڙ جو قلعو چولستان جي رڻ ۾ وڏي شان ۽ مان سان بيٺل آهي. ڪيترن سالن کان هن قلعي جي مرمت نہ ٿي آهي. ان ڪري جتان ڪٿان ڏري پيو آهي. خاص طور قلعي ۾ ٺهيل ڪجهه ڪمرن جون ڇتيون ۽ اولهه ۽ اوڀر واريون ديوارون ڏري پيون آهن. هن قلعي بابت ڪيتريون ئي روايتون ملن ٿيون. هڪ روايت موجب هن قلعي کي 842ع ۾ جسلمير جي راجا ديوراج جوڙايو هو جنهن جو مقصد ٻاهرين حملي آورن لاءِ رنڊڪ پيدا ڪرڻ هو. روايتن موجب ميگهہ جي پنجين تاريخ هن قلعي جو بنياد وڌو ويو اڏائيندڙ جي نالي پويان قلعي جو نالو "ديو رال" قلعو رکيو ويو جيڪو بگڙجندي 'ديرا ول'، 'ديراوت' ۽ آخرڪار 'ديراوڙ' ٿي ويو. روايتن موجب قلعي تائين پڪين سرن کي پهچائڻ لاءِ انسانن جون ڏگهيون قطارون ٺاهيون ويون. هن قلعي تي اڳتي هلي علاؤالدين قبضو ڪيو بعد ۾ مسلمانن جي قبضي هيٺ رهندو آيو بهاولپور گزنٽيئر موجب 1735ع ۾ هيءُ قلعو عباسين جي قبضي ۾ آيو 1747ع ۾ هي قلعو عباسين جي هٿن مان نڪري مبارڪ خان هٿ هيٺ آيو ۽ 1841ع تائين ان جي هٿ هيٺ رهيو.

قلعو سنهين پڪين سرن مان تعمير ڪرايل آهي، جيڪو ميلن جي مفاصلي تان چٽو نظر اچي ٿو هيءُ چورس آهي. ماپ ۾ بہ 670 فوٽ ويڪرو ۽ 90 فوٽ اوچو آهي. قلعي ۾ ڪل برجن جو تعداد 40 آهي. قلعي جو مک در ڏکڻ ۾ آهي. برجن تي ڪٽائيءَ جو ڪم (Cut Work) تمام سهڻو ٿيل



آهي. قلعي جي اولهہ پاسي زمين اندر ڪجهه ڪمرا ٺهيل آهن جن جون ڇتيون هن وقت ڪري پيون آهن. پر چون ٿا تہ ديوراج راجا وٽ هڪ يوگي هوندو هو جيڪو ڌاتن مان سون ٺاهيندو هو ۽ اهو اتي رهندو هو تنهنڪري ڪيترا ماڻهو لڪل خزاني کي ڳولڻ لاءِ قلعي جون پاڙون کوٽيندا وتن ٿا. 1849ع ۾ نواب بهاول خان هتي منارن ۽ گنبذ سان مسجد جوڙائي، جيڪا موتي مسجد لاهور جهڙي آهي. هن قلعي جي پر ۾ ڪي قبرون آهن جن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ اهي ڪن بزرگن جون آهن. قلعي کان چند والن جي مفاصلي تي هڪ مقبرو آهي، جنهن ۾ نواب بهاول خان پهريون، نواب صادق محمد خان پهريون، نواب بهاول خان ٽيون، نواب فتح محمد خان، نواب بهاول خان چوٿون، نواب صادق محمد خان چوٿون، نواب صادق محمد خان پنجون، صاحبزادو عبدالله ولد نواب صادق محمد خان پنجون، رحيم يار خان ولد نواب صادق محمد خان چوٿون وغيره دفن آهن. انهي مقبري جي اتر- اولهہ واري ڪنڊ ۾



ڪ ون قبرون عباسي خاندان جي عورتن جون آهن. ڪن عالمن جو چوڻ آهي تہ ديراوڙ جو علائقو تمام آڳاٽو آهي، جو هن علائقي ۾ سنڌو تهذيب جا ڪيترائي ٿُلهہ ماڳ موجود آهن. جن مان 414 ڪنڊرن تي مشهور آرڪيالاجسٽ ڊاڪٽر مغل ڪم ڪيو آهي. هن علائقي جا ڪي حصا اجا تحقيق هيٺ نہ آيا آهن. نور الزمان 'اوچ' پنهنجي مقالي ۾ لکيو آهي تہ

چولستان انڊو- ساساني والارجي پهرين بيڊڪ آهي. سڪندر مقدونيءَ به هاڪڙو هن هنڌ تان پار ڪيو هو, جيڪو هنڌ دراوڙ قلعي جي پرسان آهي. هي قلعو ڪيترو عرصو عباسين جي گاديءَ جو هنڌ رهيو جن هن جي 1735 ڌاري مرمت به ڪرائي هئي.

**دير ڏٽيءَ جو ميلو:** دير ڏٽيءَ جو ميلو هر سال ڳوٺ سيرائي، ضلعي جيڪب آباد ۾ 9، 10 ۽ 11 شوال تي وڏي ڌام ڌوم سان ملهايو ويندو آهي. هن ميلي ۾ چوپائي مال جو وڪرو، پلن ڏيڻ ۽ گهوڙن جا انعامي مقابلا ۽ شاندار ملاکڙو به ٿيندو آهي، جنهن ۾ اتر ۽ لاڙ جا مشهور ملهه پهلوان حصو وٺندا آهن. هن ميلي ۾ مختلف شين جا دڪان سينگاريا ويندا آهن. انهن دڪانن تي ڪاڌي پيتي جي شين ۽ ننڍن توڙي وڏن جي دلچسپي ۽ ضرورت جي سامان سان گڏ رانديڪا پڻ رکيا ويندا آهن. ان ڪانسواءِ هن ميلي ۾ ٿيئٽر پڻ لڳندا آهن، جنهن ۾ مختلف فنڪار شريڪ ٿيندا آهن. هن ميلي ۾ راڳ رنگ جي محفل پڻ ٿيندي آهي، جنهن ۾ صوفي ڪلام به ڳايا ويندا آهن ۽ هن ميلي جي اختتام تي لنگر پڻ ورهايو ويندو آهي.

**ديرو اسماعيل خان:** ديرو اسماعيل خان خيبر پختونخوا صوبي جو شهر آهي، جنهن کي هن وقت ضلعي جي حيثيت حاصل آهي. هيءُ شهر پندرهين صديءَ جي آخر ڌاري عرب مهم جُو ملڪ سهراب دودائيءَ جي پٽ اسماعيل خان آباد ڪيو. هيءُ شهر سنڌو درياهه جي ڪناري تي ٻڌو ويو، اڄ ڪلهه به سنڌو درياهه هن شهر ڪان ڇهن ميلن جي پنڌ تي وهي ٿو.




ديري اسماعيل خان جو شهر 1023ع واري ٻوڏ ۾ ٻڏي ويو هو جنهن کي پيهر آباد ڪيو ويو. هن شهر جي اڏيندڙ ملڪ سهراب لاءِ تازن تاريخي تذڪرن ۾ ڄاڻايل آهي ته هو هوت بلوچ قبيلي جو سردار هو جنهن کي ملتان جي لانگاهه سلطنت پاران هن علائقي جو صوبيدار مقرر ڪيو ويو هو. هن شهر جي بڻجڻ جي بلڪل شروعاتي ڏينهن دوران مغل شهنشاهه بابر 1506ع ڌاري لنگهيو. جڏهن 1540ع ڌاري شير شاهه سوريءَ خوشاب واري هنڌ تي آيو تڏهن ملڪ اسماعيل خان خوشاب واري هنڌ تي ان سان مليو. هيءُ شهر ٻوڏ ۾ ختم ٿيڻ بعد 1823ع ۾ الاهي بخش سيال تعمير ڪرايو.

انگريزن جي زماني ۾ به هن شهر جو اوج رهيو. شهر ۾ ٻه مکيه بازارون هيون ۽ هتي هندو ۽ مسلمان الڳ الڳ ويڙهن ۾ رهندا هئا. شهر جي اتر اولهه واري پاسي ڪان عاقل ڳڙهه نالي قلعو آهي. انگريزن جي وقت هتان ريشمي ڪپڙو، لوڻ، چمڙو، ڪاٺ، گهه، ڪاٺ جو ٺهيل فرنيچر ۽ مختلف قسمن جو اناج وغيره برآمد ڪيو ويندو هو. پاڪستان ٺهڻ بعد هن شهر ترقي ڪئي، هتي قومي اسيمبليءَ لاءِ ٻه سيٽون مخصوص آهن. نالي وارو سياسي ۽ مذهبي اڳواڻ مفتي محمود به هتي جو رهواسي هو جنهن جو پٽ مولانا فضل الرحمان هن وقت 'جميعت العلماء اسلام' جو سربراهه آهي. 2008ع ۽ 2009ع دوران هتي دهشتگرديءَ ۽ مذهبي شدت پسنديءَ زور ورتو آهي ۽ ڪيترن هنڌن تي خودڪش حملا ڪيا ويا آهن. اهڙي صورتحال سبب هتي فوجي آپريشن به ڪيو ويو، جنهنڪري ڪيترن ماڻهن هتان لڏپلاڻ ڪئي آهي. هيءُ شهر لڳ ڀڳ چار سؤ سال پراڻو آهي. مقامي زبان ۾ ديرو معنيٰ ٽاڪ، ڪئمپ يا چوڪي آهي. 1998ع جي آدمشماريءَ موجب هن شهر جي آدم شماري 852995 ڄاڻايل آهي. درياهه جي ٻئي پر ديرو دريا خان پنجاب جو حصو آهي. ٻنهي شهرن ۽ پري پري تائين ٻهراڙين جي ٻولي سرائڪي آهي. البت ديري اسماعيل خان ۾ پشتو ڳالهائيندڙن جو وڏو تعداد رهائش پذير آهي.

**ديرو غازي خان:** هيءُ شهر سنڌو درياهه جي الهندي ڪناري ملتان ڪان 80 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي ``30°03 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ ``70°38 درجا اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي واقع آهي. هي شهر ميراثي حاڪم، نواب حاجي خان، پنهنجي پٽ غازي خان جي نالي سان 1476ع ڌاري آباد ڪيو. ان وقت سرسبز ۽ گلن ڦلن وارو علائقو هو، ڪنهن دؤر ۾ ان کي 'ديرا ڦولان دا شهرا' به سڏيو ويندو هو. هن علائقي جي آبهوا خشڪ ۽ سرد آهي. جاگرافيائي لحاظ ڪان هن شهر جي اتر ۾ ديرو اسماعيل خان، ڏکڻ ۾ جيڪب آباد ۽ سکر ضلعا، اولهه ۾ ڪوهه سليمان ۽ اوڀر ۾ مظفرڳڙهه ضلعو آهن. ضلعي حڪومتن جي قيام (2004ع) ڪان اڳ هن ضلعي کي ڊويزن جو درجو حاصل هو پر هاڻي ديرو غازي خان ضلعي جي حيثيت رکي ٿو، جنهن ۾ ٻه تعلقا: ديرو غازي خان ۽ تونسه آهن. جتي اڪثريت سرائڪي ڳالهائيندڙن جي رهي ٿي، پر اردو ۽ بلوچي به 20 سيڪڙو ڳالهائي وڃي ٿي. هن شهر جو بلند ترين مقام فورٽ منرو آهي. هن ضلعي جي ڊوڊي مقام وٽان تيل دريافت ٿيو آهي. هن شهر ۾ ڪيترائي اسڪول به قائم آهن، جن ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول، ڊويزن پبلڪ اسڪول، بلوم فيلڊ هاءِ اسڪول، دهه سٽي اسڪول، ۽ دهه ايجيوڪيٽرز اينڊ ايمس شامل آهن. هن شهر ۾ 8 گورنمينٽ ڪاليج موجود آهن، جن ۾ ٻه ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ الڳ الڳ ڊگري ڪامرس ڪاليج بوائز اينڊ گرلز ۽ هڪ ٽيڪنيڪل ڪاليج آهي. هتي بهاءُ الدين يونيورسٽيءَ جون سب ڪيمپس به آهن.

ديري غازي خان ۾ هڪ سيمينٽ فيڪٽري ۽ ڪيترائي گيهه ۽ چانورن ڇڙهڻ جا ڪارخانا آهن. 1909ع ۾ ديري غازي خان جي آبادي تقريباً 23731 هئي. هاڻوڪو شهر، پراڻي شهر کان 10 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي ٺاهيو ويو آهي. شهر ۾ ڪشادا رستا ۽ گهٽيون آهن. سماجي




گڏجاڻين لاءِ جدا هال ٺهيل آهي، جن مان ڪيترن تي قبضو ٿي ويو آهي. 1913ع ڌاري هتي ميونسپل ڪميٽي قائم ٿي. ان وقت شهر جي ايراضي تمام ٿوري هئي. هن شهر جو گهڻو حصو اتر ۽ ڏکڻ پاسي پکڙيل آهي. شهر اولهه طرف گهڻو وڌي نه سگهيو، جنهن جو ڪارڻ اهو هو ته اولهه هميشه ٻوڏن ۽ طوفانن وغيره جي گهيري ۾ رهيو آهي، جنهن جو مثال 1955ع واري ٻوڏ آهي. 1947ع کان 1958ع تائين آمدرفت ۽ مواصلات جي وسيلن جي گهٽتائيءَ سبب شهر گهڻي ترقي نه ڪري سگهيو آهي. 1953ع ۾ هتي ٿئونسا بئراج ٺاهيو ويو، جنهن ڪانپوءِ آهستي آهستي شهر ترقي ڪرڻ شروع ڪئي. گذريل 5 سالن ۾ هتي 72 صنعتي پوائنٽ قائم ٿيا آهن. ان کان علاوه شهر کي وڌيڪ معاشي استحڪام فراهم ڪرڻ لاءِ غازي ٽيڪسٽائل مل ٺاهڻ واري منصوبي تي به ڪم جاري آهي. هن شهر جي سول اسپتال کي ڊويزنل هيڊ ڪوارٽر اسپتال جو درجو مليل آهي، جنهن ۾ 500 بسترا آهن. هتي ڪيتريون نجي ۽ فلاحي اسپتالون به قائم آهن. هن شهر ۾ ريلوي اسٽيشن، عجائب گهر، پاڪستان ائٽمڪ انرجي ڪميشن ۽ سيمينٽ فيڪٽري کان سواءِ غازي ٽيڪٽرز ۽ ٻيون انڊسٽريون به آهن. شهر کان 23 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي ديرو غازي خان انٽرنيشنل ايئرپورٽ به آهي. هتان جي مشهور بازارن ۾ گرين مارڪيٽ، راڻي بازار، ڪلاٽ مارڪيٽ، سبزي منڊي ۽ چوپائي مال جي مارڪيٽ شامل آهن.

ڪوهه سليمان تي حضرت سخي سرور جو مقبرو آهي، جيڪو 13 صدي عيسوي ۾ اڏايو ويو هو. اُتي هر سال سندس عرس پڻ ملهايو ويندو آهي. جڏهن ته ديري غازي خان شهر ۾ 7 يونين ڪائونسل آهن. هتي کوسا، لنڊ، لغاري، ڪيسراڻي ۽ بوزدار قبيلي جا ماڻهو سياسي طور سرگرم ۽ بااثر ليکيا وڃن ٿا. هيءُ علائقو زراعت جو مرڪز آهي. اتي ڪپهه، ڪڻڪ، ڪمند، چانورن ۽ تماڪ جو فصل گهڻي مقدار ۾ ٿئي ٿو.

1998ع جي آدمشماريءَ موجب ديري غازي خان ضلعي جي ڪل آدمشماري 1905420 آهي.

**ديره:** تعلقي جوهي، ضلعي دادوءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڪمال شاهاڻي، ڪنگ سوار ۽ عيسو خان شاهاڻي.

**ديره جات:** ديره جات، سنڌو ندي ۽ سليمان جبلن جي وچ واري ميداني علائقي کي سڏيو وڃي ٿو. هن علائقي ۾ ديرو اسماعيل خان، ديرو غازي خان ۽ ديرو فتح خان اچي وڃن ٿا.

**ديس (راڳڻي):** هيءَ هڪ راڳڻي آهي، جيڪا ڪماچ ٺاٽ جي اوڙو سمپورن راڳڻيءَ ۾ شمار ٿئي ٿي. هن جي آروهيءَ ۾ گنڌار نه لڳائبو آهي. هن جي امروهيءَ ۾ گنڌار ڳايو وڃي ٿو. جيڪو هن راڳڻيءَ کي سورٺ کان الڳ ڪري ٿو. ڪي راڳي هن راڳڻيءَ جي امروهيءَ ۾ ڪومل گنڌار هڻي به هن کي سورٺ کان الڳ ڪندا آهن. هن جي آروهيءَ ۾ سورٺ وانگر رکب ۽ ڌيوت ورج نه هوندا آهن. هن راڳڻيءَ جو قياس سرينچم آهي. هن راڳڻيءَ کي ڳائڻ وقت سورٺ کان جدا ڪرڻ راڳين لاءِ نهايت مشڪل هوندو آهي. هن راڳڻيءَ جي آروهي: ساري- ماپا- ناڌي- پاني- سا، امروهي: سانا ڌي پا، ما ڳي ري سا، خاص تانَ: ڳي- ساري- ما- ناڌي پا- ماڳي ري سا- ني سا، وادِي سُر 'رکب' ۽ سموادي سُر 'نکاد' آهي. هيءَ راڳڻي رات جي ٻئي پهر ۾ ڳائبي آهي.

**ديس بديس (ڪتاب):** هي ڪتاب نامور ليکڪ ۽ سياح عبدالحئي پليجي جو سفرنامو آهي. هن سفرنامي ۾ عبدالحئي پليجي قديم ۽ جديد هندستان جي پيٽ ڪري سفرنامي کي وڌيڪ دلچسپ پيش ڪيو آهي. هند ۾ آباد سنڌين پاران 'سنڌيت' کي سلامت رکڻ واري جذبي ۽ اتان جي سماج ۾ ڪيل فلاحي ڪمن جو به تفصيل سان ذڪر ڪيو آهي. گڏوگڏ سنڌين جي قائم ڪيل ڪالونين ۽ ڪاليجن جو به اتساهه سان ذڪر ڪيو ويو آهي. سفرنامي جو مهاڳ نامور ترقي پسند ليکڪ اي. جي. اتم لکيو آهي، جنهن هن سفرنامي کي 'سنڌيت جي سرهاڻ جو سفرنامو' سڏيو آهي. 'ٻه ٽي ڳالهيون' عنوان هيٺ ليکڪ جي دوست غلام حسين رنگريز تفصيلي پيش لفظ لکيو آهي. ڊيمي سائيز جي 152 صفحن تي مشتمل هي سفرنامو نيو فيلڊس پبليڪيشن، حيدرآباد،

1999ع ۾ ڇپايو آهي ۽ ان جي قيمت ڪچي جلد سان 70 روپيا ۽ پڪي جلد سان 100 روپيا آهي.

**ديسڪار (راڳڻي):** هيءَ بلاول ٺاٽ جي اوڊو (پنجن سرن واري) راڳڻي آهي. هن جا مذمر ۽ نڪاد سر ورج آهن. هيءَ راڳڻي اصل ۾ اترانگ جي راڳڻي آهي. هن جي آروهي سا ري گي پا ڌي، امروهي: سا ڌي پا گي ري سا آهي. هن جي وادي سر ڌيوت ۽ سموادي سر رکب آهن. هيءَ راڳڻي صبح جي وقت ڳائبي آهي.

**ديس گونڊ (راڳڻي):** پيرو ٺاٽ جي اوڊو راڳڻي آهي. هن جي آروهي امروهيءَ ۾ ھئي گنڌار ۽ مذمر سر ورج آهن. پيرو ٺاٽ ۾ هن راڳڻي کان سواءِ ٻي ڪنهن بہ راڳڻيءَ ۾ آروهي امروهي ۾ گنڌار ۽ مذمر سر ورج نہ آهن. ان لاءِ هيءَ راڳڻي پنهنجي سڃاڻپ ۾ يگاني آهي.

خاص پلٽو: را را سا- ڌا ڌا پا- ڌا ڌا — ني سا- را را سا- سا را سا- پا- را ڌا- ڌا پا- ڌاني ڌا پا- را پا. را سا، آروهي: سا را سا- پا ڌاني سا ۽ امروهي: ساني ڌا پا- سا را سا آهي، جڏهن تہ سموادي سُر رکب ۽ وادي سُر ڌيوت آهي.

**دي سنڌ وار جرنل (اخبار):** 1919ع ۾ سرڪار پاران جنگ جي خبرن تي ٻڌل هي سنڌي اخبار ڪراچيءَ مان جاري ڪئي وئي، جنهن جو مقصد پهرين مهاڀاري جنگ بابت ماڻهن کي ڄاڻ ڏيڻ هو.

**ديسوي:** تعلقي ٽاٽي بولا خان، ضلعي دادو جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ٻارو، شاهه جا فقير، صالح محمد جوکيو محمد جمن بابلاڻي، ياناڻو نواز علي بابلاڻي، محب علي بابلاڻي، گاجي شاهه فقير، آئل گيس ۽ گگر کوسا.

**ديسي [1] (سُر):** ديسي، ڪلاسيڪل راڳ جي راڳڻيءَ کان سواءِ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي رسالي ۾ سسئيءَ جي پنجن سُرن مان هڪ سُر بہ آهي، جيڪو ستن داستانن تي مشتمل آهي. هن سُر ۾ شاهه لطيف رح سسئيءَ پاران پنهون پٺيان هلڻ، ڪشالا ڪرڻ ۽ سُور سختيون سهڻ، ڏيرن پاران پنهون کي وٺي ڪيچ مڪران هليو وڃڻ جهڙن مضمونن سميت پنهونءَ پڄاڻان سسئيءَ جون پنهنجو پاڻ سان ورونهن واريون نفسياتي ڪيفيتون سمايل آهن. هن سُر جي داستانن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

**داستان پهريون:** سُر ديسيءَ جو هيءَ داستان 22 بيتن ۽ هڪ وائيءَ تي مشتمل آهي. هن داستان جي مرڪزي مضمونن ۾ پنهور ۾ ڏيرن جو ڏاگهن تي اچڻ، پنهونءَ کي پاڻ سان نيڻ ۽ سسئيءَ جو ڏکن ڏولائن ۾ پوڻ وغيره شامل آهن. هن داستان جو هڪ بيت نموني طور ڏجي ٿو:

> ڏاگهن، ڏيرن، ڏونگرن، تنهي ڏنم ڏک،
> سي سپ پانيم سُک، هيڪاند ڪارڻ هوت جي!

**داستان ٻيو:** هن داستان ۾ 14 بيت ۽ هڪ وائي شامل آهي. هيءَ داستان سسئيءَ وٽ ڏيرن جي اچڻ ۽ پنهونءَ کي پاڻ سان ڪٺي وڃڻ، سسئيءَ پاران پنهون سان ملڻ جي آس ڪٺي پنڌ ۾ نڪري پوڻ، پنهونءَ لاءِ آزيون نيازيون ڪرڻ جي موضوع تي آڌاريل آهي. هن داستان جو هڪ بيت نموني طور هيٺ ڏجي ٿو:

> پُڻ تا پلاٽيـن، اوني اڄ اُباڪرا،
> پَہ پاريسيون پاڻ ۾، ڏير ڏهاڻي ڏين،
> هوت پنهون تا نيـن، ٻاروچي ٻولي ڪيو

(بيت: 1490)

**داستان ٽيون:** هيءَ داستان 15 بيتن ۽ هڪ وائيءَ تي مشتمل آهي، جنهن ۾ سسئي صدا ڪري ٿي تہ اي ڏٺي! شال ڪنهن پر سات ۽ سات ڏٺيءَ (پنهون) کي ڏسان. هن سُر ۾ شاهه لطيف وڇوڙي عيوض محبوب جي وڇوڙي ۾ بيحال سسئيءَ جون ڪيفيتون بيان ڪيون آهن. هن داستان جو هڪ بيت نموني طور ڏجي ٿو:

> ڪيچان اوري ڪيتريون، معذوريون مُيون،
> واٽون ويهہ ٽيون، ڪَہ ڄاڻي ڪيهي ويا.

**داستان چوٿون:** هيءَ داستان 13 بيتن ۽ ٻن واين تي مشتمل آهي. هن داستان ۾ سسئي پنهنجو پاڻ سان ڳالهيون ٿي ڪري تہ پهڻن ۾ پنڌ ڪندي منهنجا پيرَ پٿون ٿي پيا آهن. پر پهڻن کي ڪهڙي پروڙ! شايد آءٌ (سسئي) پنهونءَ جي لائق نہ هئس، تنهنڪري هوت مون کي ڇڏي هليو ويو. هن داستان جو هڪ بيت نموني طور هن ريت آهي:

> وارو ور وٺي ويا، ڪري ڏير ڏمر،
> هاٿي ٿيو حشر پُنا قول قيام جا.

(شاهه جو رسالو: ڪلياڻ آڏواڻي)

**داستان پنجون:** هيءَ داستان 12 بيتن ۽ هڪ وائيءَ تي مشتمل آهي. هن داستان ۾ سسئيءَ جي سورن جو ذڪر ڪيل آهي. هن اهي سور سَنا، جيڪي زمين ۽ آسمان جي جاندارن جي سرگردانيءَ کان سوايا آهن. انهن سورن هوندي بہ سسئيءَ جا حوصلا جبلن. تڪرن کان بہ اتاهان آهن. سسئي اهي لڪ لنگهيا ۽ جبل اورانگهيا، جن مردن کي بہ مات ڪري ڇڏيو هو. هن داستان ۾ شاهه لطيف، سسئيءَ جي اڏولتا، مقصد لاءِ مضبوطيءَ سان ڏکيو سفر طئي ڪري سگهڻ واري خصلت کي چٽيو آهي. هن داستان جو هڪ بيت نموني طور ڏجي ٿو:

> سسئي لنگهيو سو، مرد جنهن مات ڪيا،
> جبل وڏو جو، نوڻ مڙوئي نينهن کي.

(شاهه جو رسالو: ڪلياڻ آڏواڻي)

**داستان ڇهون:** هن داستان ۾ 22 بيت ۽ ٻہ وايون شامل آهن. هن داستان ۾ سسئيءَ جي انهن تڪليفن جو ذڪر آهي، جيڪي ڪيس پنهونءَ کي ڳوليندي ۽ ان جي سات پويان هلندي هن کي تڪليفون پيش آيون. ان سفر دوران سسئيءَ کي گهڻيون ئي اوکايون پيش آيون. جن جو ذڪر لطيف سائين هر سُر ۾ نهايت دردمند ڪيفيت ۾ ڪيو آهي. پنهونءَ کي ووڙڻ واري پنڌ ۾ لطيف سائينءَ، سسئيءَ کي جبلن جا ايا لڪ، چاڙهہ، ڏاڪا، ونگا ور وڪڙ طئي ڪندي، اُڪاريندي ڏيکاريو آهي. هن داستان جو هڪ بيت نموني طور هيٺ ڏجي ٿو:

> آڏ تراڇا آهڙا، ڏونگر کي ڏاڪا،
> وٺي ور واٽ ٿيا، بر چڙهي باڪا،
> ڦٽيا پير فقير جا، چڙهندي چڙهاڪا،
> هُين جيءَ اندر جاڪا، ويا پڄائي پانهنجي!

(شاهه جو رسالو: ڪلياڻ آڏواڻي)

**داستان ستون:** هيءُ سُر ديسيءَ جو آخري داستان آهي. هن داستان ۾ 20 بيت ۽ ٻه وايون شامل آهن. هن داستان ۾ سسئي، ڏيرن جا پنهنجي ٻوليءَ (بلوچڪيءَ) ۾ چيل گفتا ياد ڪري ٿي، جيڪي هنن سسئيءَ کي ڀنڀور ۾ ڇڏي وڃڻ ۽ پنهونءَ کي پاڻ سان کڻي وڃڻ لاءِ مصلحت ڪندي پاڻ ۾ ڳالهايا هئا. ڏيرن جي ان ڏاڍائيءَ کان بي نياز ٿي پاڻ سان پڪو پهه ڪري ٿي ته ڪشالا ڪري به وڃي ڪيچ پهچنديس. ان دوران هوءَ سوچي ٿي ته منهنجو پنهون ڏيرن سان جتان سات لنگهيو هوندو، اتان سڄو چپر ۽ ٽڪر هٻڪار سان واسجي ويو هوندو، آءٌ ان هٻڪار پٺيان پئي وينديس. هن داستان جو هڪ بيت نموني طور هيٺ ڏجي ٿو:

بر مڙوئي بوءِ، ڇپر ڇانون مڪيون،
هه هه ٿي ڀنڀور ۾، هنڌ مڙيئي هوءِ،
راڙين وري روءِ، گوندر لٿا گولِ ين.

[بيت: شاهه جو رسالو ڪلياڻ آڏواڻي]

هن سُر ۾ شاهه سائين، سسئيءَ کي پنهون (مقصد) جي حاصلات لاءِ اڏول ۽ مضبوط ارادي وارو ڏيکاري، زندگيءَ کي پختي ارادي سان سڦل ڪرڻ جو سبق ڏنو آهي.

**ديسي [2] (راڳڻي):** آساوري ٺاٺ جي اوڊو سمپورن راڳڻي، جنهن جي آروهيءَ ۾ گنڌار ۽ ڌيوت جا سُر ورج آهن. امروهي سمپورن اٿس. رکب ۽ ڌيوت جي سنگت رهي ٿي. اترانگ ۾ آساوري ۽ پور وانگ ۾ سارنگ جا انگ نظر اچن ٿا. ڪي ڳائڪ ڌيوت ڪومل جي بجاءِ ڌيوت تيور هڻن ٿا.

هن راڳڻيءَ جي خاص تان سا- نا سا- ري- گا- ري سا — ما صا- پا رِي- ما- پا- گا- ري- ساري- نِا سا آهي. آروهي: سا ري ما پا نا سَا ۽ امروهي: سَا نا ڌا پا ما گا ري سا آهي. وادي سُر مڌم، جڏهن ته سموادي سُر کرج آهي. هي راڳڻي ڏينهن جو منجهند جي وقت ڳائبي آهي.

**ديسي/ جتل:** هيءَ ٻڪريءَ جو هڪ قسم آهي، جنهن کي ديسي يا جتل نسل سڏيو وڃي ٿو. هن نسل جي ٻڪرين جو رنگ اڪثر ڪارو ۽ سليٽي مائل ڪارو ٿئي ٿو ۽ ڪن ٻڪرين ۾ مختلف رنگن جا ٽڪا پڻ ڏسڻ ۾ ايندا آهن. هيءَ درحقيقت ڪاموري ۽ ڪوهستاني نسل جو گڏيل نسل آهي. هن نسل جون ٻڪريون دادو، سکر، نوابشاهه، شڪارپور ضلعن ۾ ملن ٿيون. هن نسل جي ٻڪرين جو قد وڏو ۽ پريل ٿئي ٿو ڪن ڊگها ڳچي وڏي، اوهه ويڪرو ۽ ٿڻ وچولا. هن نسل جي ٻڪرين جي جسم تي وار ڊگها ٿين ٿا. هي نسل کير گوشت ۽ چمڙي جي لحاظ کان مفيد سمجهيو ويندو آهي.

**ديسي ٽوڙي (راڳڻي):** هي آساوري ٺاٺ جي کاڊو سمپورن راڳڻي آهي، جنهن جي آروهيءَ ۾ گنڌار ڪو نه لڳندو آهي. جڏهن ته امروهي سمپورن اٿس. هن راڳڻيءَ جو وادي سر نکاد ڪري ڳائين ٿا. ڪي ڳائڪ وري ڌيوت کي وادي سر ڪري استعمال ڪندا آهن. هن راڳڻيءَ جي شڪل جونپوريءَ سان ملي ٿي، گهڻا موسيقار جونپوريءَ کي ئي ديسي ٽوڙي سڏين ٿا. هن راڳڻيءَ جي آروهي: ني- سا- ري- ما- پا- سا ۽ امروهي: سا- ني- ڌا- پا- ما- گا- ري- سا آهي. هن راڳڻيءَ جي ڳائڻ جو وقت ٻپهري آهي.

**ديسي پلو:** هيءَ هڪ قسم جي چيلري مڇي آهي، جنهن کي پلو به سڏيو وڃي ٿو هن جو وزن هڪ پاءُ جيترو مس ٿئي ٿو لاڙڪاڻي قنبر طرف ڍنڍن ۾ جام ملي ٿي.

**ديسي سڻي (Sunhemp):** ديسي سڻيءَ جو فصل دراصل ڌاڳي ٺاهڻ لاءِ پوکبو آهي. هن جي ڌاڳي مان رسا، سوتلي ۽ ٻوريون تيار ڪيون وڃن ٿيون. هن جو ڌاڳو کهرو يا سخت ٿئي ٿو ان ڪري ڪپڙي ٺاهڻ جي ڪم نٿو اچي سگهي. ديسي سڻي اصل ۾ پٽ سڻيءَ جو هيو قسم يا روپ آهي. برصغير هندستان ۽ پاڪستان ۾ هيءُ فصل هڪ بهترين سائي پاڻ طور پوکيو وڃي ٿو سنڌ ۾ هن فصل جي پوک لاءِ وونئڻن واري زمين ۾ ڪئي وڃي ٿي. هيءُ فصل اونهاري جي موسم ۾ پوکيو وڃي ٿو ديسي سڻيءَ جي پوک لاءِ واراياسيءَ کان چيڪي زمين جنهن ۾ پاڻيءَ جي نيڪال واريون زمينون وڌيڪ موزون آهن. ديسي سڻي سم وارين زمينن ۾ نٿي پوکي سگهجي. هن فصل جي پوکيءَ لاءِ زمين کي هڪ کان ٻه هر ڏيئي، پتريجي، زمين کي هموار ڪري ريج ڏيئي پوکيو ويندو آهي.



هن فصل جي ٻج ۽ تاندوري جي پوک جُون جي مهيني ۾ ڪئي ويندي آهي، جيڪو ڦوٽهڙي لاءِ وڌيڪ موزون هوندو آهي، جڏهن ته سائي پاڻ لاءِ مَئي مهينو بهتر پوکيءَ جو وقت آهي. هن فصل جي ناڙيءَ لاءِ ٻج تقريباً 15 ڪلوگرام استعمال ڪيو ويندو آهي. ناڙيءَ واري فصل ۾ ٻن قطارن جي وچ ۾ ڏيڍ فوٽ يا 45 س م مفاصلو رکيو ويندو آهي. سائي پاڻ جي فصل لاءِ وري ٻج تقريباً 40 ڪلو گرام في ايڪڙ استعمال ڪيو ويندو آهي.

ٻج لاءِ پوکيل فصل وڌيڪ وقت وٺي ٿو ۽ ان ۾ پاڻيءَ جي به ضرورت رهي ٿي، جڏهن ته سائي پاڻ وارو فصل ڏيڍ کان ٻن مهينن ۾ تيار ٿي وڃي ٿو هن فصل کي مجموعي طور ٻه پاڻي ڏنا وڃن ٿا. ٻج لاءِ پوکيل فصل جُون کان آڪٽوبر تائين پچي تيار ٿي وڃي ٿو. ان کان پوءِ فصل ڪٽي ڳنڍڙيون يا بنڊل ٺڌي ڪٽيل فصل کي مقرر وقت تائين سڪايو وڃي ٿو. بعد ۾ هن جي ڏانڊين کي پاڻيءَ ۾ پسائي، نرم ٿيڻ تي ان جي کل لاهي ڌاڳو ڪڍيو وڃي ٿو هن فصل جي ٻج جي پيداوار 480 کان 600 ڪلوگرام آهي، جڏهن ته سائو مادو 8000 کان 10000 في ايڪڙ ملي ٿو.

**ديسي سيڻ ڪجن (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب شاهه جي سر ديسيءَ جي مختلف پهلوئن ۽ نظرين تي لکيل مقالن جو مجموعو آهي، جنهن کي سنڌ جي ناليواري ليکڪ تاج جويي ترتيب ڏنو آهي. هن ڪتاب جا ٻه اکر مهتاب اڪبر راشديءَ جا لکيل آهن. ڪتاب ۾ ڊاڪٽر غلام علي الانا ۽ شبير احمد قائمخاني جون تقريرون 'شاهه لطيف سنڌي ثقافت ۽ اسان' جي



عنوان سان شروعاتي صفحن تي ڏنل آهن. هن ڪتاب ۾ سنڌ جي نالي وارن محققن ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، تاجل بيوس، سحر امداد، ڊاڪٽر نور افروز خواجه، عنايت بلوچ، ڊاڪٽر بشير احمد شاد ۽ ٻين جا مقالا شامل آهن. هن ڪتاب ۾ شاهه سائينءَ جي فلسفي، ٻولي، پيغام توڙي ٻين سمورن رخن تي نظر وڌي وئي آهي. سر ديسيءَ جي مطالعي لاءِ هن ڪتاب کي معلومات جو چڱو ذخيرو چئي سگهجي ٿو. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو جولاءِ 2005ع ۾ مهتاب اڪبر راشدي (تڏهوڪي سيڪريٽري ثقافت) ڇپايو ۽ شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاهه ايسٽ لائين ڪميونيڪيشنز ڪراچيءَ مان ڇپجي پڌرو ٿيو. هن ڪتاب جي قيمت 200 روپيا آهي.

**ديسي ناٽڪ ڪمپني، ڪراچي:** 1929ع ۾ پنهنجي وقت جي مشهور اداڪار موهن لالا هن ناٽڪ منڊليءَ جو پايو وڌو هو. جنهن سڀ کان پهرين خانچند درياڻيءَ جو مشهور ناٽڪ 'عجيب انصاف' پيش ڪيو. هن ناٽڪ جو هدايتڪار منگهارام ملڪاڻي ۽ اداڪار هئا: ڪماري نئن ميرچنداڻي- ڀڳوان رامچنداڻي، گاگنداس مورجاڻي، رام هيرا، خانچند درياڻي، روپچند ڪرپالاڻي ۽ منگهارام ملڪاڻي.

**ديش ڀڳتي (ڪتاب):** هيءَ ڪتاب ويرومل هيمون مل ملاڻيءَ جو ترجمو ٿيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ 100 صفحا آهن ۽ هن جي قيمت 2 آنا رکيل آهي. هيءَ ڪتاب ڪوڙي مل سنڌي ساهتيه منڊل، نيشنل پرنٽنگ پريس حيدرآباد مان سال 1933ع ۾ ڇپايو.

**ديش داسي (ڪتاب):** ديش واسي ڪتاب گ. ف. لڪاڻيءَ جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ 184 صفحا آهن ۽ هن جي قيمت 1 روپيو ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون ايم. ايم واسواڻي ائنڊ سنز نيشنل اليڪٽرڪ پرنٽنگ پريس حيدرآباد مان سال 1944ع ۾ ڇپايو.

**ديشڪ (راڳڻي):** هيءَ بلاول ٺاٽ جي عوامي راڳڻي آهي. هيءَ راڳڻي مڌم تار تي ڳائي ويندي آهي. هن کي ڪرناٽڪ راڳ ۾ مرهنام جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. هن راڳڻيءَ جا انگ پوپاليءَ سان ملندڙ جلندڙ آهن. هن جي آروهي: ساري گا پا ڌا سا، امروهي: ساڌا پا گا ري سا، ڇيڙ: ني سا ري ري گي گا مي ما پا پا ڌي ڌا- ني ني سا ري آهن. هن راڳڻيءَ جو وادي سُر 'ڌيوت'، سموادي سُر: 'گنڌار'، انوادي سُر 'پنچم' ۽ ٻبادي سُر 'ني ڪومل' (نڪاد) آهي. هيءَ راڳڻي صبح جي وقت ۾ ڇهين وڳي کان نائين وڳي تائين ڳائي وڃي ٿي.

**ديش متر** [1] **(رسالو):** هيءَ ماهوار رسالو مارچ 1922ع کان نڪرندو هو. هن جو ايڊيٽر ڪيمچند ڏيئارام واسواڻي هو. هن رسالي ۾ بزرگن، سائين لوڪن، اوليائن، صوفين، شاعرن ۽ ٻين نامور ماڻهن جا جيون چرتر، سنڌن وچن، تعليمي، طبي، تجارتي ۽ ٻيون عام ملڪي خبرون ڏنيون وينديون آهن. هن مواد سان گڏ تصويرون به هونديون هيون. هيءَ رسالو پارتواسي پريس حيدرآباد مان شايع ٿيندو هو.

**ديش متر** [2] **(اخبار):** هفتيوار سنڌي ۽ انگريزيءَ ۾ هيءَ اخبار ڪراچيءَ مان 1925ع ۾ جاري ٿي. هن اخبار جو مالڪ ۽ ايڊيٽر ڪيمچند ڏيارام واسواڻي هو. هيءَ اخبار ڪجهه وقت بعد روزاني به نڪرڻ لڳي هئي. هن اخبار ۾ سماجي مضمونن کان سواءِ سماجي تنظيمن جون خبرون به ڇپجنديون هيون.

**ڏيڦَر:** هي ڇيلري مڇيءَ جو هڪ قسم آهي. جنهن جي ڊيگهه نو انچ، تور ڏيڍ پاءُ ٿيندي آهي.

**دي گيم (ڪتاب):** هند سنڌ جي ناميارِي ڪهاڻيڪار سرڳواسي وشنو ڀاٽيا جي ٻولڊ ڪهاڻين جو هي مجموعو ٻماهي ڪونج، نومبر- ڊسمبر 1982ع جو ڏياري پرچو آهي. ڪتاب جو ٽائيٽل ڀڳوان ڪپور جو ۽ لي آئوٽ رام لالچنداڻيءَ جو ٺاهيل آهي.



وشنو ڀاٽيا تي 'ڪهاڻي نويس: وشنو ڀاٽيا' عنوان سان ٻه صفحا هري موٽواڻيءَ جا لکيل آهن. جنهن لکيو آهي ته، "وشنو ڀاٽيا جو ادبي سفر ترجمن سان شروع ٿيو. ان بعد هن اصلوڪيون ڪهاڻيون لکڻ شروع ڪيون ته ان صنف جا سڀ لڪ- ڪهاڻي، نئين ڪهاڻي ۽ اَڪهاڻي لنگهندي- ڪنهن حد تائين ڪهاڻي منزل جي ڇانئٽ وٽ اچي بيٺو آهي. دراصل وشنوءَ جي ڪهاڻين ۾ جيڪا موضوعن جي نواڻ ۽ گوناگونيت آهي، سا سنڌيءَ جي چند ڪهاڻي نويسن وٽ ئي ملي سگهندي. وشنو ڀاٽيا سنڌيءَ ۾ بدنام ليکڪ طور مشهور آهي. ڇاڪاڻ جو سندس ڪهاڻين جي هڪ حصي ۾ سيڪس جو کليل ۽ بيباڪ اظهار ملي ٿو."

هن ڪتاب ۾ وشنو ڀاٽيا جون پنج ڪهاڻيون: (1) دي گيم، (2) پروفيشنلس، (3) ننگائپ جو احساس، (4) پردن ۽ عڪسن جي وچ مان، ۽ (5) وقت جي وڇوٽي ۽ زندگيءَ جو قيد، شامل آهن. ڊيمي سائيز جي 92 صفحن تي مشتمل وشنو ڀاٽيا جي ڪهاڻين جو هي ڪتاب، 1982ع ۾ ڇپيو آهي ۽ ان جي قيمت 8 روپيا آهي.

**ديگ:** ديگ، ڪاڌي رڌڻ جو هڪ اهڙو وڏو ٿانءُ آهي، جيڪو ٽامي، پتل، ڪنجهي يا اسٽيل جو ٺهيل هوندو آهي. هي وڏي ديگڙي کان وڏي ٿيندي آهي. ديگهين ۾ شادين ۽ غمين جي موقعي تي کاڌو تيار ڪيو ويندو آهي. اڳي ديگهين ۾ اڌ کاسي ۽ کاسي جي تور مطابق چانور چاڙهيا ويندا هئا. اڄڪلهه 8، 10 ۽ 12 ڪلوگرامن جون ديگهيون لاٿيون وڃن ٿيون. جن ۾ چانور، پٽاٽا، گوشت ۽ مرغي وڌي ويندي آهي. اڄڪلهه شهرن ۾ برياني، پوڙ جون ديگهيون دڪانن تي تيار ٿيل ملنديون آهن. شادين، غمين ۽ خيراتن ۽ ڪاڄن جي موقعي تي ٻهراڙين توڙي شهرن ۾ ماڻهو وسعت آهر هڪ ٻن ديگهين کان وٺي سوين ديگهين تائين چانور، پٽ، برياني، پوڙ وغيره تيار ڪرائيندا آهن. سنڌ ۾ ديگ عام طرح حجم يا راڌو تيار ڪندو آهي. ديگهيون، چرين ۽ چُلهن تي چاڙهيون وينديون آهن. عام طرح درگاهن تي باسون باسڻ وارا ماڻهو به ديگهيون چاڙهيندا آهن ۽ عرس ۽ ختمي جي

موقعي تي به ديڳيون چاڙهيون وينديون آهن. اهڙيءَ طرح ديڳ سنڌ جي سماجي ۽ ثقافتي زندگيءَ ۾ هڪ وڏي اهميت رکي ٿي. ديڳ سان وابسته



سنڌيءَ ۾ ڪيترائي اصطلاح ۽ پهاڪا ملن ٿا. جهڙوڪ: (1) ديڳ جي ڪُرڙ هئڻ: وڏي خاندان سان رشتو هئڻ، (2) ديڳ باسڻ: جانورن جي ديڳ تيار ڪري خيرات ڪرڻ، (3) ديڳڙي چاڙهڻ: پنهنجي محنت ڪرڻ، (4) ديڳ جي ڪُرڙي ڪافي هجڻ: گهڻي مال مان ٿورو حصو به ڪافي هجڻ، (5) ديڳ چاڙهڻ: عام جام ڪري چڙهڻ، (6) ديڳ جو مالڪ هئڻ: ڏنوان ۽ بلوان هئڻ، شاهوڪار يا سُکيو هجڻ وغيره.

ديڳ کان ننڍي جسامت واري ٿانوَ کي ديڳڙي چيو ويندو آهي، جنهن ۾ عام طرح گهرن ۾ ڀوڻ، ڪچڻي ۽ دال وغيره رڌي ويندي آهي. جيڪڏهن عورتون ڪا ننڍي باس باسينديون آهن ته ساڳيءَ ديڳڙيءَ ۾ چاڙهيل پت يا ڏاري کي ڪُنڙي سڏينديون آهن.

**ديڳچون:** ديڳچون کي عربيءَ ۾ توبال النحاس، فارسيءَ ۾ ثفال مس ۽ انگريزيءَ ۾ ڪاپر فلنگس Copper filings چيو ويندو آهي. هي ٽامي جو چورو آهي، جيڪو ٿانون وغيره ناهڻ وقت لاٿو ويندو آهي. رنگ ۾ سرخ، چمڪدار ۽ ذائقي ۾ ڪسارو ٿئي ٿو. ان جو مزاج گرم خشڪ آهي. هي هر قسم جي زخمن، خاص ڪري اکين جي ڦٽن لاءِ مفيد آهي. آلي سڪي خارش هٽائي ٿو. اکين جي ڏنڌ لاءِ سنو ڪم ڏئي ٿو. ردي مواد کي صاف ڪري ٿو. هي غير مدبر ڪتب نه آڻڻ گهرجي.

**ديلو شاهه:** تعلقي موري ۽ ضلعي نوشهري فيروز جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

نوڙها، ارباب چانڊيو، يوسف پنهور، سنجو ڪوريجو، منگو ڏهر، خدابخش ڏهر ۽ نوان جتوئي.

**ڏِين:** زندگيءَ جو اهو طريقو يا نظام، جنهن جي قائم ڪندڙ کي سند يا اطاعت جي قابل سمجهي، ان جي تابعداري ڪجي. عربي ٻوليءَ ۾ ان جو هڪ مفهوم آهي اناج ۽ اقتدار، مالڪاڻو ۽ حاڪماڻو اختيار، سياست ۽ حڪمراني، ٻين تي پنهنجو فيصلو صادر ڪرڻ. ٻيو مفهوم آهي اطاعت، فرمانبرداري ۽ غلامي. ٽيون مفهوم هي آهي ته اها عادت يا طريقو جنهن جي انسان پيروي ڪري، قرآن مجيد ۾ الله تعاليٰ جو فرمان آهي: ”۽ انهن کي حڪم نه ڏنو ويو مگر هن ڳالهه جو ته هڪ ئي خيال ڪري پنهنجي دين کي الله تعاليٰ لاءِ خالص ڪندي ان جي عبادت ڪن ۽ نماز قائم ڪن ۽ زڪوات ڏين ۽ اهوئي سڌو دين آهي.“ (البينة: 5).

”اڄ توهان جي دين جي طرف کان ڪافرن جي اميد ختم ٿي چڪي آهي، توهان انهن کان نه ڊڄو بلڪ مون کان ڊڄو اڄ مون توهان جي واسطي توهان جو دين ڪامل ڪري ڇڏيو.“ (المائده: 3).

الله تعاليٰ وٽ انسان لاءِ فقط هڪ ئي زندگيءَ جو نظام ۽ هڪ ئي طريقه حيات درست ۽ صحيح آهي ۽ اهو هي آهي ته انسان الله تعاليٰ کي پنهنجو مالڪ ۽ معبود مڃي ۽ پاڻ کي ان جي غلامي ۽ بندگيءَ جي بلڪل حوالي ڪري ڇڏي ۽ ان جي بندگيءَ جو طريقو پاڻ نه ناهي، بلڪ ان پنهنجي پيغمبرن جي ذريعي جيڪا هدايت ڪئي، ڪنهن به گهٽ وڌائي کانسواءِ ان جي پيروي ڪري. انهيءَ طرز فڪر ۽ عمل جو نالو ’اسلام‘ آهي ۽ الله تعاليٰ جي طرفان جيڪو به پيغمبر زمين جي ڪنهن به حصي ۽ ڪنهن به زماني ۾ آيو آهي، ان جو دين اسلام ئي هو ۽ جيڪو به ڪتاب ڪنهن به زبان ۽ ڪنهن به قوم تي لٿو تنهن اسلام جي ئي تعليم ڏني.

الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته: ”الله وٽ دين فقط اسلام آهي، انهيءَ دين کان هٽي ماڻهن جيڪي مختلف طريقا اختيار ڪيا، جن کي ڪتاب ڏنو ويو انهن جي انهيءَ طرز عمل جو سواءِ هن جي ٻيو ڪو به سبب نه هو ته انهن علم اچڻ کانپوءِ به پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان زيادتي ڪرڻ لاءِ ائين ڪيو ۽ جيڪو الله تعاليٰ جي احڪام ۽ هدايتن کان انڪار ڪري، الله کي ان کان حساب وٺڻ ۾ ڪا دير نه ٿي لڳي.“ (آل عمران: 19).

**دينار جي ٽڪري:** دينار جي ٽڪري، ڪيرٿر جبل جو هڪ سلسلو آهي، جا قنبر کان اولهه طرف 45 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي، ديهه ڪوهستان، يونين ڪائونسل غيبي ديري ۾ 200 فوٽن جي اوچائيءَ تي واقع آهي. بروڙن جو هڪ نيڪ مرد، دينار خان گرميءَ جي موسم ۾ ٻارين ٻچين هن ٽڪريءَ تي رهندو هو. جنهن ڪري هيءَ ٽڪري دينار خان بروڙي جي نالي سان منسوب ٿي ويئي. هيءَ ٽڪري دينار خان بروڙي 1500ع ڌاري آباد ڪئي.

هن ٽڪريءَ پرسان بروڙا برادريءَ جا اٽڪل 50 گهر آباد آهن. اهو ڳوٺ دينار خان بروڙي جي نالي سان مشهور آهي. سندن آبادي اُتي ئي ٿئي ٿي. سمن جي دور ۾ ارغونن ۽ مغلن جون چڙهايون اڪثر ڪاڇي جي جابلو لڪن ۽ لنگهن کان ٿينديون هيون. حملي آورن کي منهن ڏيڻ لاءِ سمن جي حڪومت طرفان انهن تي بهادر ۽ ويڙهو قبيلن کي ويهاريو ويندو هو، جن ۾ بروڙا به شامل هئا. سمن جي دور ۾ هيءَ ٽڪري ۽ لنگهه بروڙن جو دفاعي مورچو رهي.

**دينار مري، حاجي:** مشهور سگهڙ حاجي دينار مري ڳوٺ الهه بخش مري لڳ قلهڏيون، ضلعي سانگهڙ جو رهاڪو هو. ننڍپڻ کان ئي ڏور بيت چوڻ جو شوق هوندو هوس. اڳتي هلي علائقي جي سگهڙن جي صحبت ۾ رهي، سگهڙپائي جي صنفن جي سکيا ورتائين. هو ڳوٺاڻين ڪچهرين ۽ علائقي جي درگاهن تي ملهائجندڙ ڏهاڙن جي سونهن سمجهيو ويندو هو. هن سنڌ توڙي بلوچستان جي وڏن سگهڙن سان مقابلا ڪيا، ڪيس هنر صنف سميت مختلف صنفن تي دسترس حاصل هئي. سٽاءَ ۽ معنيٰ جي لڪ رکڻ ۾ به وڏو ماهر هو. هو پنهنجي وقت جو مڃيل سگهڙ هوندو هو. هن 1935ع ڌاري وفات ڪئي.

**دين الاهي** (دين اڪبرشاهي): دين الاهي، هندستان جي مغل شهنشاهه جلال الدين محمد اڪبر سان وابسته هڪ مت آهي، جنهن کي هن مختلف مذهبن مان اخذ ڪيو هو. ان ۾ اسلام، سناتن ڌرم، ٻڌ ڌرم، جين ڌرم ۽ عيسائيت جا مختلف عقيدا شامل آهن. دين الاهي 989هه/ 1581ع ۾ جاري ٿيو. دين الاهيءَ ۾ ٻڌ ۽ جين مت جي عقيدي اهنسا، ڪيٿولڪ عيسائين جي تجرد پسنديءَ ۽ اسلام جي توحيد کي ملايو ويو. دين الاهيءَ جي ڏهن فضائلن مان نَوَ (9) سڌو سنئون قرآن مجيد مان ورتا ويا هئا، جن ۾ ڪشاده نظري، بد عملن کان پاسو، ڪاوڙ کي حلم سان دٻائڻ، تشدد کان پرهيز، پرهيزگاري، تقويٰ، زهد، نرمي ۽ شفقت اچي وڃن ٿا. ڏهين فضيلت صوفياڻي طريقي موجب تزڪيه نفس تي عمل ڪرڻ هو. دين الاهيءَ تي راسخ العقيده مسلمانن جي تنقيد هيءَ هئي ته اڪبر کي بالواسط (نعوذبالله) نبي يا خدا جو درجو ڏنو ٿي ويو. ان جو ثبوت اهو ڏنائون ته درٻاري پاڻ ۾ ملڻ وقت 'الله اڪبر' ۽ 'جل جلاله' چئي سلام ڪن ٿا. اهي ڪلما جيتوڻيڪ صوفياڻي ذڪر جي ورد ۾ اچن ٿا، پر ان ۾ اڪبر جو نالو هجڻ ڪري اهي لفظ خوشامدانه تصور ٿين ٿا.

حقيقت هيءَ آهي ته اڪبر دين الاهيءَ ۾ شامل ٿيڻ وارن کي اهو چئي پري رکڻ جي ڪوشش ڪندو هو ته "خود هدايت حاصل ڪرڻ کان اڳ آءٌ ڪنهن کي هدايت ڪيئن ٿو ڪري سگهان؟" اڪبر بادشاهه جي هن مت جي پيروڪارن جو تعداد (9) کان مٿي نه ويو. ان مان معلوم ٿئي ٿو ته اڪبر دين الاهيءَ کي هڪ 'روحاني ڪلب' تصور ڪندو هو جيڪا سندس چونڊ درٻارين تائين محدود هئي. دين الاهيءَ ۾ ڪنهن الهامي ڪتاب جي نازل ٿيڻ جي دعويٰ نه ڪئي وئي هئي.

عبدالله خان ازبڪ لکي ٿو ته هن جو مذهبي عقيدو اصل ۾ عقليت تي ٻَڌل هو ۽ اڪبر مسلمان هجڻ جي حيثيت ۾ اسلام جي تصديق ڪري ٿو هن گڏو گڏ انهيءَ امر جي به ترديد ڪئي آهي ته اڪبر ڪڏهن نبي، امام يا خدا هجڻ جي دعويٰ ڪئي هئي. ان مان ثابت ٿيو ته اڪبر اسلام جو منڪر نه هو پر انسانيت کي افضل سمجهندو هو.

دين الاهيءَ کي هندن مان صرف راجا بيربل قبول ڪيو هو. جڏهن ته ڀڳوان داس ۽ مان سنگهه هن عقيدي جا مخالف هئا. ابتدا ۾ اڪبر هڪ سادو ۽ خوش عقيده مسلمان هو. هو عالمن، مشائخن ۽ صوفين جو گهڻو احترام ڪندو هو. هن شيخ معين الدين چشتيءَ جي مقبري ويجهو هڪ عظيم الشان 'عبادتخانو' تعمير ڪرايو جنهن ۾ مسلمانن جي سمورن فرقن کان سواءِ ٻين مذهبن جا عالم ۽ مشائخ پڻ گڏ ٿيندا هئا. اتي بادشاهه سان مختلف مسئلن تي آزادانه بحث مباحثو ٿيندو هو انهيءَ عبادتخاني جي بحث مباحثن کان پوءِ اڪبر جي دل ۾ اهو خيال پختو ٿي ويو ته سچائي ڪنهن هڪ مذهب ۾ نه آهي، پر هر مذهب ۾ سٺيون ڳالهيون موجود آهن. اڪبر جي انهيءَ لاڙي کي ڏسي ڪن هندو پنڊتن ۽ مسيحي پادرين کي اسلام، شارع اسلام ۽ شعائر اسلام خلاف ڳالهائڻ جو موقعو ملي ويو. هندن جون دليون کٽڻ لاءِ اڪبر حدون ٽپي ويو. هن اهڙيون رسمون به اختيار ۽ رائج ڪيون، جيڪي سراسر هندن جي حمايت ۾ هيون. جهڙوڪ: ڳئون کهڻ جي ممانعت، درشن، ڏاڙهي ڪترائڻ ۽ هندو راڻين سان سندن مذهبي رسمن ۾ شامل ٿيڻ وغيره. اڪبر جي انهن ڳالهين ملڪ جي مسلمانن ۾ بيچيني پکيڙي ڇڏي. ملا محمد فتويٰ ڏني ته اڪبر بادشاهه بدمذهب ٿي ويو آهي ۽ سندس خلاف جهاد واجب آهي، پر انهن ڳالهين جو اڪبر تي ڪو به اثر نه ٿيو جيڪي ماڻهو دين الاهيءَ ۾ شامل ٿيندا هئا، تن کي بيعت ڪرڻ وقت ڪلمه "لااله الاالله-اڪبر خليفة الله" پڙهڻو پوندو هو ان سان گڏ دين اسلام مجازي ۽ تقليديءَ کان عليحدگي ۽ اخلاص چهارگانه (يعني ترڪ مال، ترڪ جان، ترڪ ناموس، ترڪ دين) جو اقرار ڪرڻو پوندو هو. انهن مريدن کي جوڳين جي اصطلاح ۾ چيو ويندو هو. بادشاهه طرفان کين زنار يا مُنڊي (جنهن تي اسم اعظم ۽ نقش الله اڪبر اُڪريل هوندو هو) تحفي ۾ ڏنا ويندا هئا.

اڪبر بادشاهه تي ڪيترائي الزام لڳا، پر اها حقيقت آهي ته هن اسلام کان ٻاهر ٿي ڪڏهن به نبي يا خدا هئڻ جي دعويٰ نه ڪئي ۽ نه ئي ڪنهن کي پنهنجو مذهب قبول ڪرڻ تي مجبور ڪيو.

1001هه/1592ع ۾ شيخ مبارڪ ۽ ملافيضي وفات ڪري ويا. 1007هه/1598ع ۾ ابو الفضل کي دکن جي مهم تي موڪليو ويو ته اڪبر بلڪل تنها ٿي ويو ۽ اهڙيءَ طرح 'دين الاهي' ختم ٿي ويو. جهانگير چواڻي: ابو الفضل جي وفات (1011هه/1602ع) کان پوءِ اڪبر جي بداعتقاديءَ جو به خاتمو ٿي ويو ۽ هو هڪ پاڪ عقيدي واري مسلمان وانگر هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو. (دائره المعارف اسلاميه جلد 9 تان اختصار).

**دينا واڊيا** (Dina Wadia): دينا، پاڪستان جي باني قائداعظم محمد علي جناح جي ڌيءَ آهي، جيڪا ڪيس پنهنجي پارسي گهرواريءَ رتن ٻائي پيٽٽ (Rattan Bai Petit) مان ڄائي هئي. دينا جو جنم 15 آگسٽ 1919ع تي لنڊن ۾ ٿيو ۽ هيءَ پنهنجي ماءُ پيءُ جو اڪيلو اولاد آهي.



قائداعظم پنهنجي ڌيءَ دينا جي تربيت ۽ پرورش تي خاص ڌيان ڏنو. هن اسلام ۽ قرآن ڪريم جي تعليم پنهنجي ڦڦيءَ فاطمه جناح کان ورتي.

دينا پنهنجي والد جي سياست ۽ قابليت کان متاثر ٿي ڪيس پيار مان ترڪيءَ جي جديد سياست جي عظيم اڳواڻ گري وولف (Grey Wolf) سان ڀيٽي، مخاطب ٿيندي هئي.

محمد علي جناح کي پنهنجي هن نياڻيءَ سان بي پناهه محبت هئي، پر جڏهن سندس ڌيءَ زرتشت مذهب سان تعلق رکندڙ نوجوان نيول واڊيا (Neville Wadia) سان شادي ڪئي ته پيءُ ڌيءَ جي وچ ۾ اختلاف پيدا ٿيا، جيڪي آخري وقت تائين برقرار رهيا. جناح صاحب جي مرضيءَ جي خلاف شادي ڪرڻ تي هن ڪيس پنهنجي ڌيءَ تسليم ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو.

جناح صاحب جي هڪ ساٿيءَ محمد علي ڪريم چاڳلا پنهنجي يادگيرين جي ڪتاب ’Roses in December‘ ۾ لکيو آهي تہ: ”دينا جي نيول سان شادي ڪرڻ بعد جناح پنهنجي ڌيءَ کي مخاطب ٿي چيو تہ هوءَ هاڻي سندس ڌيءَ نہ رهي آهي. شاديءَ کان پوءِ ڪجھ وقت سندن وچ ۾ ظاهري طور راضپو نظر ايندو هو. پر جناح صاحب ساڻس هر ڀيري ’مسز واڊيا‘ چئي ملندو هو. هن شاديءَ جي ڪري اڳتي هلي جناح صاحب دينا سان ظاهري طور پنهنجو رشتو ختم ڪيو. پر ان حوالي سان ڪو قانوني نوٽيس وغيره سامهون نہ اچي سگهيو آهي.“



دينا واڊيا پيءُ ۽ ڌيءَ سان گڏ

دينا، پنهنجي مڙس نيول سان شاديءَ کان پوءِ ڪجھ عرصو ممبئيءَ ۾ رهي، جتي ڪين هڪ پٽ ۽ هڪ ڌيءَ جو اولاد ٿيو. سندس پٽ نسلي (Nusli) وڏي ٿيڻ کانپوءِ عيسائي مذهب اختيار ڪيو. پر پوءِ واپس پنهنجي خانداني مذهب زردتشت جو پيروڪار ٿيو ۽ ممبئيءَ جي وڏي صنعتي واپاريءَ جي حيثيت حاصل ڪري چڪو آهي.

پيءُ سان شديد اختلافن جي باوجود دينا، سيپٽمبر 1948ع ۾ پيءُ جي آخري رسمن ۾ شرڪت لاءِ پاڪستان آئي. هوءَ ٻيو ڀيرو مارچ 2004ع ۾ پاڪ ڀارت ڪرڪيٽ مئچ جي موقعي تي پاڪستان آئي ۽ ڪراچيءَ ۾ پنهنجي پيءُ جي مزار تي حاضري بہ ڀريائين. ان موقعي تي هن پنهنجي پٽ نسلي واڊيا ۽ ٻن پوٽن: نيس واڊيا ۽ جهانگير واڊيا سان گڏ قائداعظم محمد علي جناح جي گهر ۾ قائم عجائب گهر ’زيارت ريزيڊنسي‘ جو بہ دورو ڪيو.

دينا واڊيا، هن وقت پنهنجي خاندان سان گڏ نيويارڪ ۾ رهائش پذير آهي.

قائداعظم جي سياسي سرگرمين دوران هندستان ۾ دينا جي رهائشگاه مالابار هِل تي هئي، جنهن جي هن وقت ماليت 60 ملين ڊالر چئي وڃي ٿي، جنهن لاءِ دينا، هندستاني وزيراعظم کي خط ۾ لکيو آهي تہ ان گهر کي وڪرو ڪري ڪيس رقم مهيا ڪئي وڃي، جڏهن تہ پاڪستان سرڪار جو زور آهي تہ اهو گهر پاڪستان سرڪار جي ملڪيت آهي ۽ معاوضو پاڪستان سرڪار کي ملڻ گهرجي.

**دينپنج**: تعلقي جوهي، ضلعي دادوءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ سر جي نالي شامل آهي.

**دين پور** (ديهہ): هي ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديهہ آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

دين محمد هاليپوٽو ڏاڏا سائين، علي بخش رند، شفيع محمد رند، مولوي احمد لنڊ، شيدي ڳوٺ، سيد خان لنڊ، حاجي بچو حاجي گنهور لنڊ، حاجي ملوڪ هاليپوٽو بخشو لنڊ، محمد شريف ۽ حنيف بنگلو.

**دينپوري، مولانا محمد عمر**: مولانا محمد عمر دينپوري، براهوي زبان جو قومي شاعر، ضلعي شڪارپور تعلقي جاڳڻ، ڳوٺ دينپور ۾ 1892ع ڌاري ڄائو. هن فارسي ۽ عربي زبانن جي لفظي ذخيري، تشبيهن، استعارن ۽ انداز بيان سان براهوي زبان جو سرمايو وڌايو.

هن شاعريءَ ڪانسواءِ قرآن پاڪ جو براهويءَ ۾ ترجمو پڻ ڪيو. جڏهن مولانا عبيد الله سنڌيءَ ترڪ وطن ۽ ترڪ موالات جي تحريڪ شروع ڪئي تہ مولانا دينپوريءَ بہ هجرت تحريڪ ۾ حصو ورتو ۽ جماعت سميت افغانستان پهتو. ان کانپوءِ هجرت تحريڪ ختم ٿيڻ تي هن واپس اباڻي ڳوٺ ۾ اچي هڪ علمي مدرسو قائم ڪيو ۽ اتي درس ۽ تدريس، تصنيف ۽ تاليف ۾ گهڻو وقت گذاريائين.

ڪجھ عرصي کان پوءِ مولانا دينپوري ڳوٺ کي الوداع ڪري بلوچستان جي جهالاوان علائقي ۾ اچي رهيو ۽ سندس باقي وقت اتي ئي گذريو. اڄ بہ اُتي سندس عقيدتمند هزارن جي تعداد ۾ رهن ٿا. سندس بہ فرزند مولانا محمد شريف ۽ مولانا عبد الطيف ۽ ڌيءَ شاعره تاجبانو تصنيف ۽ تاليف سان وابستہ آهن. مولانا دينپوريءَ جي ڪتابن جو وچور هن ريت آهي:

حفظ الايمان، سوداءِ خام، مسخ العباده، مشتاق مدينہ (هن ڪتاب جو پهريون حصو مولانا دين پوريءَ ۽ ٻيو حصو مولانا عبدالڪريم مينگل لکيو هو)، آئينہ قيامت، اصل الايمان، في الفراق، ثبوت الحجاب، رسالہ دينيات، مثال حال، تحفة الامراء، الحق، دافع الوسواس، ويل نامہ، هدايت قادريہ، براهوي قاعده، تنبيه الغافلين، اشتهار حسرت اظهار، هدايت المستورات، شرح ا صول، مجموعہ ضبط و بيض الطيف في الذڪر حبيب، ڪريما ۽ گلستان منظوم وغيره.

مولانا محمد عمر دينپوريءَ 1365هه/1945ع ۾ وفات ڪئي.

**دينار خان بخاري**: دينار خان جو اصل نالو سيد ٻهوه بخاري هو. شهنشاهہ جهانگير جي دربار سان وابستہ هو. هي شهنشاهہ جهانگير جي دوَر حڪومت جي ارڙهين سال دهليءَ جو حاڪم ٿيو. مهابت خان جي مغل گهراڻي سان غداريءَ بعد هن کي فوج ۾ شامل ڪيو ويو. مغلن پاران جڏهن مرزا احمد خان، سنڌ تي حاڪم هو، تڏهن ماڻهن تي تمام گهڻو ظلم ٿي رهيو هو ۽ ناانصافي حد کان وڌي چڪي هئي. ان ڪري ماڻهن ۾ تمام گهڻي مايوسي پکڙجي وئي هئي. اها خبر جڏهن شهنشاهہ جهانگير تائين پهتي، تڏهن احمد خان مرزا کي بدلي ڪري، سندس جاءِ تي ٻهوه خان بخاريءَ کي مقرر ڪيو. جهانگير بادشاهہ جي مرڻ کان پوءِ شاهجهان بادشاهہ هن کي بہ هزاري منصب 1200 سوارن ۽ ’دينار خان‘ جي لقب سان نوازيو ۽ جلد احمد بيگ کي هٽائي ڪيس سيوهڻ جي راڄڌاني جاگير طور ڏني. هو هر مهيني نذر نياز ڪندو هو ۽ عبادت سان گڏ نماز تهجد پڻ ادا ڪندو هو.

هن قلندر لعل شهباز جي درگاهه ۾ ڇتي امراڻيءَ جي مزار تي ڪتبا لڳرايا هئا، جن مان معلوم ٿئي ٿو ته هي 1040هه/ 1630ع کان 1043هه/ 1633ع تائين سيوهڻ ۾ هو. هن ڇتي امراڻيءَ جي مزار تي مقبرو ٺهرايو ۽ قلندر لعل شهباز جي مزار جي مرمت ڪرائي.

ديندار خان، سنڌ جي محب وطن قبيلن: سميجن، نومڙين ۽ چانڊين سان سٺي روش هليو. هنن قبيلن مغلن کي تمام گهڻو تنگ ڪيو هو. ان ڪري ديندار خان ساڻن نرم روش اختيار ڪري، ڪين الڳ الڳ ڳوٺ جاگير طور ڏنا، ته جيئن هو مغلن کي تنگ نه ڪن. پر ان کان پوءِ به هي باغي قبيلا مغلن جا مخالف رهيا ۽ سندن ڦرلٽ ڪندا رهيا. پر ديندار خان جي لڳاتار سٺي روش ڪري آخرڪار عام رعايا هن حاڪم کي پسند ڪرڻ لڳي. ديندار خان بخاريءَ 1055هه مطابق 1645ع ۾ وفات ڪئي.

**دين ڳڙهه:** تعلقي ٺل، ضلعي جيڪب آباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حاجي واحد بخش سرڪي، محمد قاسم کوسو مير محمد کوسو، ولي محمد کوسو حاجي واحد بخش کوسو صاحب ڏنو سرڪي، ظفر علي، عارف علي ۽ سهراب خان سرڪي.

**دينل شاهه مسجد:** هي مسجد موري شهر ۾ واقع آهي. جيڪا ڊپٽي ڪليڪٽر جي پراڻي هنڌڪي بنگلي جي پرسان مارڪيٽ کان سرهيا محلي طرف ويندڙ رستي تي آباد آهي. هن مسجد جي قدامت هڪ صديءَ کان وڌيڪ ٻڌائي وڃي ٿي. هيءَ مسجد لڪياري ساداتن جي هڪ بزرگ آباد ڪئي، جنهن جي اولاد مان سيد دينل شاهه ان مسجد جي سار سنڀال ڪندو هو. جيڪو تمام نيڪ ۽ سچو بزرگ هو. هن مسجد ۾ قائم ٿيل مدرسي ۾ مٽياري خاندان جو سيد امام بخش شاهه اول درس ڏيندو هو. هيءَ مسجد ٻيهر نئين سر تعمير ڪرائي وئي آهي.

**دين محمد 'اديب' فيروزشاهي:** 'خلافت تحريڪ' جي نامور اڳواڻ، اديب ۽ عالم مولانا دين محمد 'اديب' جو جنم، 21 مارچ 1897ع تي تعلقي ميهڙ، ضلعي دادوءَ جي ڳوٺ فيروز شاهه ۾ ٿيو. سندس اصل نالو منظور حسين هو. مولانا دين محمد 'اديب' جو نسبي سلسلو مخدوم بهاءُالدين زڪريا ملتانيءَ جي خليفي مخدوم عبدالله عرف پيروج، اُچ شريف واري سان ملي ٿو. جيڪو ڳوٺ بخش لاڪير لڳ شاهه پنجو سلطان، تعلقي ميهڙ ۾ مدفون آهي. مولانا دين محمد 'اديب' پيروج جي اولاد مان هو. سندس شروعاتي تعليم عطاءُالله فيروز شاهيءَ جي مدرسي ۾ ٿي، پر جلد علامه صاحب وفات ڪري ويو. ان ڪري سندن ٿي مدرسي ۾ هڪ ٻئي جيّد عالم مولانا عبدالرحمان وٽ 'تحفهء نصائح' تائين پڙهيو. ان کان پوءِ مولانا الاهي بخش ٻانهي لاڪير واري وٽ مدرسي ۾ داخل ٿيو. هن مولانا وٽ 15 مهينن ۾ گلستان، بوستان، زليخا، انوار سهيلي، انشاءِ ابوالفضل ۽ بهار دانش تائين فارسي پڙهي. ڪيس فارسيءَ تي ايتري دسترس حاصل ٿي وئي، جو هُو فارسيءَ ۾ شعر چوڻ لڳو. مولانا فتح محمد سيوهاڻي سندس شاعريءَ کي پنهنجي اخبار ۾ خاص جاءِ ڏيندو هو. مولانا دين محمد 'اديب' جي شاعري الوحيد، توحيد ۽ اديب وغيره رسالن ۾ شايع ٿيندي رهندي هئي. ان کان پوءِ درس نظامي پڙهي، پنجن سالن اندر دستاربند ٿيو. اُن بعد هو مختلف مدرسن ۽ اسڪولن ۾ پڙهائيندو رهيو. ڪافي وقت مولانا محمود پاٽائي صديقيءَ جي پاٽ واري مدرسي ۾ پڙهايائين. مولانا جي علمي حيثيت ۽ صلاحيتن کي ڏسي مرحوم نور محمد وڪيل ڪيس نور محمد هاءِ اسڪول حيدرآباد ۾ ٻيهرين هاسٽل جو امام ۽ پوءِ عربي ۽ دينيات جو استاد مقرر ڪيو. اتان ئي رٽائر ڪيائين.

ان دوران هن سياسي زندگيءَ جو آغاز 'خلافت تحريڪ' ۾ سرگرم ڪارڪن جي حيثيت سان ڪيو. مختلف جاين تي خلافت ڪانفرنسون ڪوٺايائين. ميهڙ واري خلافت ڪانفرنس جي ڪاميابيءَ ۾ به سندس وڏو هٿ هو.

مولانا دين محمد 'اديب' سنڌ جي بمبئيءَ کان آزاديءَ ڪانپوءِ، سر غلام حسين هدايت الله جي 'پوليٽيڪل پارٽيءَ' ۾ سرگرم ڪارڪن جي حيثيت سان شريڪ ٿي خدمتون سرانجام ڏنيون. ان کان پوءِ 'جمعيت العلماء سنڌ' ۾ شامل ٿيو. قاري محمد طيب ديوبنديءَ جي صدارت هيٺ 1944ع ۾ حيدرآباد جي تاريخي قلعي واري جلسي ۾ شريڪ ٿيو ۽ وطن جي آزاديءَ لاءِ جاکوڙ ڪيائين.

مولانا دين محمد 'اديب' کي شروع کان ئي لکڻ پڙهڻ ۽ شعر شاعريءَ جو شوق هو. سندس شاعري سنڌي، اردو ۽ فارسيءَ ۾ موجود آهي. هو شاعريءَ ۾ 'اديب' تخلص ڪم آڻيندو هو. هن جا ڪيترائي ڪتاب ڇپيل آهن. جن مان ڪن جو تفصيل هن ريت آهي:

(1) 'بهشتي ڪوثر'، (2) 'جزاء الاعمال' (مولانا ٿانويءَ جي رسالي جو ترجمو)، (3) 'علاج القحط و الوبا' (مولانا ٿانويءَ جي رسالي جو ترجمو)، (4) 'زاد السعيد في الصلوٰة علي النبي الوحيد' (فضائل درود)، (5) 'نورٌ علي نور: ترجمو خاتم الانبياء' (مولانا محمد شفيع جي سورت نبويءَ جو ترجمو)، (6) 'علم الاخلاق عرف اسلامي اخلاق' (امام غزاليءَ جي اربعين جو ترجمو)، (7) 'چهره ڪشاده مثنوي، ترجم رونمائي مثنوي' ((مولانا روم جي مثنويءَ جي 40 ديباچي بيتن جو ترجمو)، (8) 'اختتام مثنوي'، (9) 'حيات المسلمين'، (10) 'منع الانام عن وضع الايدي علي الاقدام' (فارسي)، (11) 'مجموعة الاشعار' (فارسي)، (12) 'بهشت جي ڪنجي' (نماز بابت)، (13) 'معلم الاسلام'، (14) 'چاليهن دعائن جو ترجمو'، (15) 'ڪليات اديب'، (16) 'صبح ۽ شام جون دعائون'، (17) 'خلفاءِ راشدين'، (18) 'ڪشف المحجوب' (مڪمل ترجمو)، (19) 'اخلاق النبي' ۽ (20) 'اشرف العلوم' قابلِ ذڪر آهن. 'اشرف العلوم' مولانا روميءَ جي مثنويءَ جي ڇهن دفترن جو سنڌي منظوم ترجمو آهي.

مولانا صاحب 27 فيبروري 1963ع تي وفات ڪري ويو.

**دين محمد ٻنوي:** مشهور بزرگ مولانا دين محمد ولد گهٽو خان چانڊيو، ڳوٺ ٻني تعلقي ميرو خان ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي ديني تعليم ڳوٺ پنوهر تعلقي ميرو خان مان ورتائين. ان کان پوءِ قاضي الله بخش وٽان فارسيءَ جي تعليم ورتائين، بعد ۾ نوڙهي. ابڙن ۽ همايون جي مدرسن ۾ تعليم وٺڻ بعد مولانا نظر محمد وٽان دستاربند ٿيو. دستاربنديءَ بعد مولانا دين محمد اباڻي ڳوٺ ٻني تعلقي ميرو خان ۾ 1312هه/1894ع ۾ اچي رهيو ۽ درس ۽ تدريس جو پيشو اختيار ڪيائين. سون جي تعداد ۾ شاگردن وٽانئس دستاربندي ڪئي. طالبن جي رهائش ۽ خوراڪ جو بندوبست خود ڪندو هو.

سندس مشهور شاگردن ۾: حاجي محمود ’خادم‘، مولانا ميرو خاني، مولانا عبدالڪريم ٻُنوي ۽ ٻيا شامل هئا. مولانا دين محمد سادي طبيعت ۽ فقيراڻي خيالن جو مالڪ هو. هميشہ سادا ڪپڙا پهريندو هو. مولانا جو تعلق حريت پسند عالمن سان هو. جڏهن خلافت تحريڪ شروع ٿي تہ ان ۾ ڀرپور حصو ورتائين. مولانا خوش خط بہ هو. آخري عمر ۾ حج تان واپس موٽيو تہ پٽيءَ ۾ ٻلي ڳُڙهہ نڪتس ۽ 18 سيپٽمبر 1931ع تي وفات ڪيائين.

**دين محمد بروهي:** فوٽ بال جي مشهور رانديگر دين محمد ولد خان محمد بروهيءَ، ٻهرين اپريل 1952ع تي جيڪب آباد ۾ جنم ورتو. جيڪب آباد مان مئٽرڪ ڪري نيشنل بئنڪ ۾ ڪلارڪ ٿيو. نوڪريءَ ملڻ بعد بہ تعليم جو مرحلو جاري رکيائين. سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان ايم. اي ڪيائين ۽ ترقي ڪري نيشنل بئنڪ ۾ آفيسر مقرر ٿيو. جتان 1998ع ۾ رٽائر ٿيو.

فوٽ بال راند جو کيس ننڍپڻ کان شوق هو. 1965ع ۾ تيرهن سالن جي عمر ۾ اسڪول سطح تي کيڏڻ شروع ڪيائين. 1968ع ۾ پاڪستان جي وڏين ٽيمن ۾ شامل ٿيو ۽ لاهور جي چيمپيئن شپ ۾ حصو ورتائين. 1973ع ۾ پاڪستان يوٿ ٽيم ۾ چونڊجي ويو ۽ ايشين گيمز لاءِ ايران لاءِ چونڊيو ويو. 1975ع ۾ پاڪستان ۽ چائنا جي مقابلي واري ٽيم ۾ شامل ٿي چين ويو. 1971ع- 1972ع ڌاري پاڪستان پاران افغانستان ميچ کيڏڻ ويو. 1988ع ۾ آل پاڪستان ٽيم جي فرسٽ ڪلاس فوٽبالر جي حيثيت سان رٽائر ٿيو. کيس فوٽبال جي بهترين رانديگر جي حيثيت ۾ ڪيترائي اوارڊ، شيلڊون ۽ روڪ انعام مليا. هي هن وقت هڪ فوٽ بال ٽيم جو ڪوچ آهي ۽ جيڪب آباد ۾ رهي ٿو.

**دين محمد ٻوبڪائي، مخدوم:** نامور حڪيم مخدوم دين محمد ضلعي دادوءَ جي شهر ٻوبڪن جو رهاڪو هو. جيد عالم حڪيم ۽ شاعر مخدوم نور محمد جو ويجهو عزيز هو. ڪن روايتن موجب مخدوم نور محمد جو پاءُ هو. هو فضل ۽ ڪمالات وارو فقير صفت انسان هو. کيس طب ۾ مهارت حاصل هئڻ سان گڏ ديني علمن جي چڱي واقفيت هئي. مير فتح علي خان جو خاص طبيب هو. مير فتح علي خان جو آخري وقت ۾ بہ علاج مخدوم دين محمد ڪيو هو. ان ڪانسواءِ ٻين ڪيترن ئي مير حڪمرانن جو بہ علاج ڪيائين. ٽالپر حڪمرانن وٽ سندس وڏي عزت هوندي هئي. حڪيم آغا ابراهيم سان بہ سندس دوستي هئي ۽ مير ’مائل‘ سان بہ گهاٽو تعلق هو. هن 1229هہ/1813ع ۾ وفات ڪئي.

**دين محمد خان، استاد:** استاد دين محمد خان، 1941ع ڌاري تعلقي ڪپري، ضلعي سانگهڙ جي ڳوٺ مَٺُو ۾ جنم ورتو. سندس والد خميسو خان جيٽلو ڪماچ جو ماهر هو. سندس وڏا رجواڙي جا مگٿهار هئا. هن استاد خير محمد خان جي صحبت ۾ رهي ڪانئس ڪلاسيڪي ۽ نج سنڌي راڳن جي سکيا ورتي ۽ سگ ۾ سندس ماسات بہ هو. 1962ع ۾ ريڊيو تي جڏهن فنڪارن جو



مقابلو ڪرايو ويو تہ استاد دين محمد خان پهريون نمبر ماڻيو ۽ اوارڊ کٽيو. کيس ريڊيو حيدرآباد تي اڳوڻي ريڊيو ڊائريڪٽر عنايت بلوچ ’اي گريڊ‘ (A Grade) جي فنڪار طور منظور ڪيو ۽ پوءِ هو ريڊيو حيدرآباد جي وڏن فنڪارن ۾ شمار ٿيڻ لڳو. اُستاد دين محمد کي اڪثر ٻئي فنڪار دين محمد شيخ جي ذڪر ۾ ملايو ويندو آهي. جڏهن تہ هي ٻئي فنڪار ڌار ڌار آهن. اُستاد دين محمد ڪافيءَ ۽ غزل جي گائڪيءَ ۾ وڏو مقام رکندو هو. هو ڳائڻ وقت راڳ جي شڪل ناهي، جڏهن ’آ‘ ڪندو هو تہ محفل کي مُنجهي ڇڏيندو هو. ڳائڻ وقت سندس مُرڪون ۽ نوٽيشن ماڻهن تي سحر طاري ڪري ڇڏيندا هئا. هن جي آواز جي ٻج تمام مٺانهين هئي ۽ هو هارمونيم جي ٻئي سپتڪ کان مٿي آ ڪندو هو.

ريڊيو حيدرآباد تي سندس ڪافي اسم موجود آهن، جن ۾ هيٺيان ڏاڍا مشهور ٿيا:

- پنڌ پري، منزل ڏور، ڏاگها ڏينهن نہ اُپري (مصري شاهہ جي ڪافي)
- ساوڻ ڏاڍا سبزا لايا، سانگين سانگ رچايا وي! (ڪافي)
- منهنجي مارن جو آهي پنڌڙو پري (ڪافي)
- دلدار سان منهنجي دل اڙي اڙي (حافظ شاهہ جو غزل)

اُستاد دين محمد، عبدالڪريم پليءَ جون ڪافيون ۽ غزل بہ تمام گهڻا ڳايا آهن. هُو ’همرچو‘، زرعي لوڪ گيت بہ ڪمال جو ڳائيندو هو ۽ اُن جي شڪل بہ هن ئي ناهي هئي.

استاد دين محمد جي مکيہ شاگردن ۾ پڳڙو خان، محمد ابراهيم جوٽيجو، عرس فقير ڏيڏڙو ۽ نياز علي گهَلو مشهور آهن. استاد دين محمد زندگيءَ جي آخري ڏينهن ۾ مٺوءَ ڳوٺ جي هڪ راجپوت گهراڻي جي ڪوٺ تي هندستان بہ ويو، جتي خاص ڪري جودپور جي سراءِ محل ۾ سنڌي ۽ خاص قديم رجواڙن جي لوڪ موسيقيءَ ۾ وڏو نالو ڪڍيائين. سندس فرزند لياقت علي خان ريڊيو، پي. ٽي. وي ۽ ثقافت کاتي جي پروگرامن ۾ پرفارم ڪري ڪافي نالو ڪمايو آهي. سندس پوٽو امانت علي خان راڳداريءَ ۾ چڱو اُڀري آيو آهي.

استاد دين محمد خان 16 مئي 2008ع ۾ ڪسمپرسيءَ واري حالت ۾ وفات ڪئي.

**دين محمد، سيد:** ’تحفة الڪرام‘ ۾ مير علي شير قانع ٺٽوي ڄاڻائي ٿو تہ: ”سيد دين محمد، سيد عبدالڪريم بلڙيءَ واري جو فرزند هو. سيد عبدالڪريم جهان مان وڃڻ وقت پنهنجي پٽ سيد دين محمد کي سنڌي ولايت جي امانت ڏني. سيد عبدالڪريم بلڙيءَ واري جو هيءُ پٽ ولايت ملڻ کان پهرين دنيا جو خواهشمند هو. پر ولايت ملڻ کانپوءِ دنيا کان پري ٿي ويو. ڪارا ڪپڙا پائي سجاده نشينيءَ جي گاديءَ تي ويٺو ۽ پنهنجي پيءُ واري رستي تي هلڻ لڳو. اڪثر وقت درگاهہ تي وعظ ڏيندو هو.

**دين محمد شاهہ ميٺن وارو:** مشهور عالم، مولوي دين محمد ولد محمد شاهہ 1880ع ڌاري ڳوٺ ميٺا تعلقي قمبر ۾ جنم ورتو. سندس وڏا اصل اُڇ شريف جا هئا، جتان لڏي اچي پهرين سکر پوءِ تعلقي قمبر ۾ آباد ٿيا. عربي ۽ فارسي جي تعليم مولوي خير محمد چانديي وٽ ميرو خان ۾ حاصل ڪيائين. سندس لاڙو ننڍپڻ کان ئي روحانيت ڏانهن هو. طريقت جا

پهريان سبق مولانا عبدالغفور همايونيءَ کان ورتائين. ان کان پوءِ نامور عالم مولانا تاج محمود امروٽيءَ وٽ 25 سالن جي عمر تائين سلوڪ جون منزلون طئہ ڪيائين. مولانا امروٽيءَ کيس خلافت جو خرقو عطا ڪيو ۽ کيس عوام جي روحاني تلقين لاءِ چيائين.

ٿوري ئي وقت ۾ سندس هزارين مريد ٿيا. جنهن ڪانپوءِ پنهنجي ڳوٺ ميٺن ۾ ديني مدرسو قائم ڪري درس تدريس جو ڪم شروع ڪيائين. ان مدرسي مان سوين شاگرد عالم ۽ حافظ ٿي نڪتا. دين محمد کي مطالعي سان ڪافي دلچسپي هوندي هئي. آخر تائين مطالعي ۾ مشغول رهيو. مولانا امروٽي سندس مرشد هو. امروٽي تبليغ ۽ جهاد جي سلسلي ۾ جيڪي بہ عمل سرانجام ڏنا، انهن ۾ دين محمد ساڻس گڏ رهيو. کيس مسجدن تعمير ڪرائڻ ۽ آباد ڪرائڻ جو ڪافي شوق هوندو هو. ڳوٺ ميٺن ۽ پسگردائيءَ ۾ ڪيترين ئي مسجدون تعمير ڪرايائين. 93 ورهين جي ڄمار ۾ 25 جون 1973ع تي وفات ڪيائين. سندس آخري آرامگاهہ ڳوٺ جي قبرستان ۾ آهي. کيس ڇهن پٽن جو اولاد هو جنهن مان ڊاڪٽر محمود شاهہ ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي ۾ پروفيسر رهيو آهي.

**دين محمد ڪلهوڙو**: نئين ٽهيءَ جو ليکڪ ۽ اديب دين محمد ولد محمد پناهہ ڪلهوڙو، پهرين جنوري 1969ع تي تعلقي قمبر جي ڳوٺ پاوندا لاکا ۾ ڄائو. پرائمري تعليم پاوندا لاکا مان ۽ مئٽرڪ هاءِ اسڪول قمبر مان، انٽر نصيرآباد مان، بي. ايس. سي لاڙڪاڻي مان، ايم. ايس. سي (بايوڪيمسٽري) سنڌ يونيورسٽي، ڄامشوري مان ڪيائين. هن ايم. اي سنڌي ادب ۾ 1998ع ۾ خانگي طور شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپورميرس مان ۽ بي. ايڊ 2004ع ۾ پڻ ساڳي يونيورسٽيءَ مان ڪئي.



دين محمد ڪلهوڙو 1987ع کان ادبي ۽ سياسي طور سرگرم ٿيو. ڳوٺ ۾ 'سنڌي مزدور تحريڪ' جو يونٽ قائم ڪيائين. 1988ع ۾ دوستن سان گڏ 'ڳوٺ سڌار سنگت' جو بنياد وجهي، سماجي طرح سرگرم ٿيو. 1990ع ۾ سنڌي ادبي سنگت قمبر جو ميمبر ۽ پوءِ عهديدار رهيو. اپريل 1997ع ۾ 'ڊاڪٽر محبت اڪيڊمي قمبر' جو باني ميمبر ۽ بعد ۾ ڪاروباري ڪاميٽيءَ جو ميمبر، آڊيٽر ۽ جوائنٽ سيڪريٽري بہ ٿيو.

دين محمد ڪلهوڙي 1992ع ۾ رجسٽريشن کاتي، لاڙڪاڻي ۾ ملازمت ڪئي. 96-1995ع ۾ قمبر ڪاليج ۾ ڪانٽريڪٽ تي ڪيمسٽري مضمون پڙهايائين. صحافت جي شروعات روزاني 'جاڳو' ڪراچيءَ ۾ سب ايڊيٽر طور فيبروري 1997ع کان ڪيائين ۽ فيبروري 2000ع تائين ڪم ڪيائين. روزاني 'جاڳو' بند ٿيڻ کان پوءِ 'سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ' جي 'انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا سيل' ۾ ريسرچر طور، 6 مهينا ڪم ڪيائين. جولاءِ 2002ع کان قمبر مان نڪرندڙ پندرهن وار اخبار 'ساوڪ' جي ادبي صفحي جو انچارج رهيو.

هن لکڻ جي شروعات 1990ع کان ڪئي. ڪجهہ سال سنڌي ادبي بورڊ ۾ پروف ريڊر، انچارج ايڊيٽر 'گل ڦل' ۽ انچارج ايڊيٽر 'تماهي مهراڻ' رهيو. 2011ع ۾ ڪميشن پاس ڪري سبجيڪٽ اسپيشلسٽ (سنڌي) مقرر ٿيو. هي (1) 'قنبر تعلقو- ڄاڻ سڃاڻ (2006ع)، (2) چونڊ گل ڦل ڪهاڻيون (2008ع)، (3) قنبر شهدادڪوٽ ضلعو (تاريخ جي وهڪري ۾': 2011ع)، (4) مهراڻ- ڊاڪٽر بلوچ نمبر (2012ع) ڪتابن جو مرتب آهي.

**دين محمد لاشاري**: مستري دين محمد لاشاري 1925ع ڌاري شهدادڪوٽ ۾ ڄائو. سندس وڏا بلوچستان کان جيڪب آباد ۽ پوءِ شهدادڪوٽ ۾ اچي رهيا. سندس والد ۽ چاچو رازڪي ڪم جا استاد هئا. ان ڪري دين محمد بہ رازڪو ڪم سکي ماهر رازو ٿيو ۽ 'اوستو' سڏجڻ لڳو. جڏهن سنڌ ۾ ريل سروس شروع ٿي ۽ ڪاري انجڻ شهدادڪوٽ پهتي تہ دل ۾ خيال آيس تہ هو بہ اهڙي انجڻ ناهي. پوءِ هن سائيڪلن جا ٽڪر ڦيٿي واريون تارون ۽ هين شين جا ٽڪرا گڏ ڪري سال ۾ 2 فوٽ اوچي ۽ 4 فوٽ ڊگهي 'اسٽيم انجڻ' جو ماڊل تيار ڪيو. جنهن ۾ پاڻيءَ جي ٽانڪي ۽ ڪوئلن جو سسٽم رکيائين ۽ ان کي ڦيٿا لڳائي انجڻ هلائي ڏيکاريائين. اها خبر هر هنڌ پکڙجي وئي. اها خبر خانبهادر پير بخش خان کهاوڙ، قاضي فضل الله ۽ پاڪستان جي پهرئين وزيراعظم لياقت علي خان کي بہ پئي. 1950ع ڌاري لاڙڪاڻي ۾ هڪ نمائش ٿي، جنهن جو افتتاح لياقت علي خان ڪيو ۽ ان ۾ قاضي صاحب هن جو تعارف ساڻس ڪرايو. جنهن کيس پنج هزار روپيا روڪ رقم انعام طور ڏني. پوءِ اها ريل جي، انجڻ لوڪو شيڊ ڏانهن لاهور والٽن هائوس موڪلي وئي.



ان بعد هو پنهنجو پيٽ پالڻ لاءِ درگاهہ حاڪم علي پٽ واري جي درگاهہ تي نظر ايندو هو. هو پنهنجا اوزار گودڙيءَ ۾ ٻڌي هلندو هو. پنهنجو فونو ٽيپ، ريڊيو يا واچ خراب ٿيڻ جي صورت ۾ پاڻ ئي ٺاهيندو هو. هن اٽليءَ جي لڙي پيل پسيا مينار کي بغير ڪنهن نقصان جي سڌو ڪري ٺاهڻ جي دعويٰ لکت ۾ پاڪستان جي اڳوڻي صدر غلام اسحاق خان ۽ اڳوڻي وزيراعظم نوازشريف کي بہ ڪئي. 1996ع ۾ دي نيوز، انگريزي اخبار جي صحافي سلمان رشديءَ هن کان انٽرويو ڪيو تہ هن مينار جي جهڪڻ جو ڪارڻ سر ۽ ڪلر ڄاڻايو سلمان رشديءَ بعد ۾ ٻڌايو تہ ان ئي ٿيوريءَ هيٺ مينار جو ڪم شروع ڪيو ويو آهي. 2000ع ۾ بزم بيدل قمبر شهدادڪوٽ جي صدر سرفراز علي ساڻس شام ملهائڻ جو اعلان بہ ڪيو. هي باصلاحيت ۽ محنتي ماڻهو 2005ع ڌاري فوت ٿي ويو.

**دين محمد وفائي، مولانا**: نامور عالم، اديب ۽ محقق، مولانا دين محمد ولد حڪيم گل محمد، 27 رمضان المبارڪ 1311هہ مطابق 4 اپريل 1894ع تي ڳوٺ ڪٽي، تعلقي ڳڙهي ياسين، ضلعي شڪارپور ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم پنهنجي والد کان ورتائين. ان بعد فارسيءَ جي تعليم مولوي

محمد عالم کان ۽ عربيءَ جي تعليم مولانا غلام سوني جتوئيءَ واري کان وٺي 1913ع ۾ فارغ التحصيل ٿيو. علم جي تحصيل کانپوءِ مولانا دين محمد ڪجهه وقت لاءِ ڪراچيءَ ۾ رهيو.



ان بعد 1914ع کان 1916ع تائين راڻيپور ۾ جيلاني پيرن جي اولاد کي تعليم ڏنائين. تنهن کانپوءِ ٺلاهه ۾ وڃي امام الدين شاهه راشديءَ جي فرزندن کي پڙهائڻ لڳو. مولانا دين محمد وفائي 1920ع ۾ الوحيد اخبار جي اسسٽنٽ ايڊيٽر جي حيثيت سان صحافت جي دنيا ۾ قدم رکيو. ٽن سالن کانپوءِ 1923ع ۾ ڪراچيءَ مان ماهوار رسالو ’توحيد‘ جاري ڪيائين. 1926ع ۾ ’سنجوگي‘ شيخن جي تحريڪ شروع ٿي ته هڪ سال لاءِ اتر سنڌ ۾ وڃي تبليغ ڪيائين ۽ 1927ع ۾ ’اخبار الحرب‘ جاري ڪيائين. 1930ع ۾ الوحيد اخبار جو ايڊيٽر ٿيو ۽ 1934ع ۾ ڪراچيءَ مان ٻيهر ’توحيد‘ رسالو ڪڍيائين. ان کانپوءِ ڪجهه وقت لاءِ ’اخبار آزاد‘ جو به ايڊيٽر ٿي رهيو. 1940ع ۾ ’سنڌي ساهت جو صلاحڪار بورڊ‘ قائم ٿيو ته ڪيس ان جو ميمبر مقرر ڪيو ويو. ان ڪانسواءِ ساڳئي دؤر ۾ ’سنڌي لغت ڪاميٽيءَ‘ تي به ميمبر طور کنيو ويو. اهڙيءَ طرح ورهاڱي کانپوءِ 1949ع ۾ سنڌي درسي ڪتابن کي نئين سر تيار ڪرڻ لاءِ ڪاميٽي ٺاهي وئي ته ڪيس به ميمبر چونڊيو ويو.

مولانا دين محمد وفائي ناميارو عالم، بيباڪ صحافي ۽ نامور اديب هو. شعر و شاعريءَ سان به شغف رکندو هو. جنهنڪري ’وفائي‘ تخلص اختيار ڪيائين.

سندس سياسي ۽ علمي تربيت مولانا عبيدالله سنڌيءَ وٽ ٿي. 1920ع ۾ جميعت العلماءِ سنڌ جو ناظم مقرر ٿيو. خلافت تحريڪ دوران هن سنڌ کان هند تائين سمورين ڪانفرنسن ۾ شرڪت ڪئي ۽ ملڪي سطح تي سنڌ جي سري کان وٺي لاڙ تائين اهم جلسن جو انعقاد ڪيائين. هيءَ صف اول جي تحريڪي مبلغن مان هو. خلافت تحريڪ ۾ سرگرم هئڻ دوران ڪيترا ڀيرا جيل ويو. هو نه رڳو ’سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ‘ جو سيڪريٽري ٿي رهيو، پر جماعت لاءِ چندو ڏيڻ، گڏ ڪرڻ ۽ امن سيائي عالمن کي جواب ڏيڻ ۾ به باقي عالم سياستدانن کان اڳرو رهندو آيو. هن ’سنڌ محمدن ايسوسيئيشن‘ ۾ به شموليت اختيار ڪئي. سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ کانپوءِ مولانا ’سنڌ اتحاد پارٽي‘ سان همدرديون قائم رکيون، پر جڏهن مولانا عبيدالله سنڌي 1939ع ۾ جلاوطنيءَ کان پوءِ واپس وطن وريو ۽ ’جمنا، نربدا سنڌ ساگر پارٽي‘ ٺاهيائين ته سندس ٻانهن ٻيلي ٿي سياست ۾ حصو ورتائين. مولانا دين محمد وفائيءَ کي تاريخ جي مضمون ۾ گهري دلچسپي هئي.

هن مجموعي طور 60 ڪتاب لکيا، جن مان: (1) لطف اللطيف، (2) خلفاءِ راشدين، (3) الهام الباري، (4) تذڪره مشاهير سنڌ (ٽي جلد) اهم آهن. مولانا دين محمد وفائي تاريخ ساز شخصيتن تي ڀرپور نموني ڪم ڪيو ۽ ڪيترين اهم علمي ادبي شخصيتن جون سوانح عمريون لکيون. سندس طبيعت نهايت سادي ۽ فقيراڻي هئي. هو وسيع ذهن ۽ قلب رکندڙ عالم هو.

مولانا دين محمد وفائي، 22 جمادي الآخر 1369هه بمطابق 10 اپريل 1950ع تي وفات ڪئي.

**دينورو:** تعلقي عمرڪوٽ ضلعي ميرپور خاص جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

دينورو، ڪرنو ٽڙ، پوريو ڏاٽي، ڪاڇيو ميگهواڙ، رتنو ميگهواڙ، ڏارڙاسر ٻجير، قائم سميجو ميهڙو سلطان، جاڳوڙ ڀجرويري، طبيب هاليپوٽو، موسيٰ سميجو ڏاٽي، ميهڙ هاليپوٽو ۽ ڀمريو ڀيل.

**دينوري، ابو حنيفه:** ابو حنيفه بن دائود، همدان جي شهر ’دينور‘ ۾ ڄائو جنهن ڪري پاڻ کي ’دينوري‘ سڏائيندو هو. اصفهان عراق، شام، فلسطين ۽ حرمين شريف جي مختلف استادن کان تعليم حاصل ڪيائين. هڪ ئي وقت تاريخدان، لغت نويس ۽ ٻوليءَ جو ماهر ليکيو وڃي ٿو. هن 895ع ۾ وفات ڪئي. تاريخ جي لحاظ کان سندس ڪتاب ’اخبار الطوال‘ گهڻو مشهور آهي، جنهن ۾ سنڌ جي احوال کان سواءِ عرب جي قديم قومن، ايران جي بادشاهن ۽ عباسي خليفن جو ذڪر آهي.

**دينو لالواڻي، پٿري دائرو** (Stove Circlets): هيءَ ماڳ ٽاٽي بولا خان جي ڳوٺ دينو لالواڻيءَ کان ٽن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آهي. هن دائري جو قطر تقريباً 16.30 ميٽر آهي، ان ۾ پٿرن جي اوچائي تقريباً 0.86 ميٽرن کان 1.30 ميٽر آهي، جن جي ٿولهه لڳ ڀڳ 0.20 ميٽر، يعني اهي گهٽ وڌ هڪ ميٽر اوچائيءَ جا پٿر هئا، هتي ڪو به ٺڪراڻو نه آهي ۽ هي هڪ خاموش ويراني ۾ موجود ماڳ آهي. هن پٿري دائري جا اڌو اڌ پٿر ڪر ٿيل آهن. ترتيب ۾ هي پٿر اڌ گولائي مڪمل ٺاهيو بيٺا آهن. هن ماڳ جي اصل ڪهاڻي گم آهي، البت دائري جي صورت ۾ ڪُتل اڀا پٿر ۽ وچ ۾ قربان گاهه نموني پٿر اهو ظاهر ڪن ٿا ته پٿري دائرو ڪنهن نه ڪنهن قسم جي رسم ادا ڪرڻ جو پڙ آهي. هي ماڳ دينو لالواڻيءَ ڳوٺ کان 3 ڪلوميٽر اتر ۽ ڳوٺ دينو عاقلاڻيءَ کان 3 ڪلوميٽر ڏکڻ ۾ آهي.

**ديني ادب (انگريز دؤر کان اڳ تائين):** برصغير ۾ سنڌ کي باب الاسلام هئڻ جو شرف حاصل آهي. اسلام جي آمد سان هتي مسجدون ۽ مدرسا جڙيا، قرآن ۽ حديث جي تعليم جي ابتدا ٿي ۽ ديني مسئلن جو سلسلو به جاري ٿيو. سنڌ جي عالمن عربي، فارسيءَ ۽ سنڌيءَ ۾ تصنيفون لکيون. اهڙيءَ ريت علمي ماحول وڌيو، ويجهيو ۽ علمي فيض عام ٿيو. خالص سنڌي ٻوليءَ ۾ ديني ادب جو ڪم ابتدائي صدين ۾ به ٿيو هوندو. بزرگ بن شهريار پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي ته منصوره جي حاڪم عبدالله بن عمر هباريءَ جي زماني ۾ منصوره جي هڪ عالم قرآن مجيد جو سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪيو هو. جيڪو چيو وڃي ٿو ته قرآن پاڪ جو ڪنهن عجمي ٻوليءَ ۾ پهريون ترجمو آهي. سومرن جي دور ۾ اسماعيلي مبلغن هندي، گجراتي ۽ سنڌي زبانن کي تبليغ جو ذريعو بنايو هو. اسماعيلي بزرگن جي سنڌي شاعريءَ جي ان ڏس ۾ وڏي اهميت آهي، پر جيڪو سنڌي ٻوليءَ ۾ ديني ادب جو پهريون لکيل ذخيرو دستياب ٿيو آهي، سو

11 صدي هجري 18 صدي عيسويءَ جو قلمي نسخن جي صورت ۾ آهي. ڪاتب عزت بن سليمان جا 39 منظوم سنڌي رسالا ترتيب ڏنل هئا، جيڪي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ 'سنڌي ٻوليءَ جو آڳاٽو منظوم ذخيرو' عنوان سان ڪتابي صورت ۾، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران، سال 1993ع ۾ ڇپائي پڌرا ڪيا آهن. اهو منظوم مذهبي مواد، عزت بن سليمان 'ڪاتب' 1067هه کان 1069هه (1600 کان 1657ع) ۾ اُتاريا هئا. ڊاڪٽر صاحب جو خيال آهي ته اهي منظوميا اُتارڻ کان 50 کان 100 سال اڳ لکيا ويا هوندا. اهو سمورو مواد توحيد، رسالت ۽ فقهي ديني ادب تي مشتمل آهي.

ڪلهوڙا دور جي عالم مخدوم ابوالحسن ٺٽويءَ جو ڪتاب 'مقدمة الصلوٰة' (1700ع) پڻ ان ڏس ۾ ڪافي مشهور آهي.

مغلن جي آخري دور توڙي ڪلهوڙن ۽ ميرن جي دورن ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ ديني ادب جو جهجهو مواد ملي ٿو. ان سلسلي ۾ جن سنڌي عالمن سنڌي ٻوليءَ ۾ ديني ڪتاب لکيا ۽ ديني ادب کي مالا مال ڪيو تن ۾: ميون ابوالحسن سنڌي، مخدوم ضياءُ الدين ٺٽوي، مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، مخدوم عبدالله نري وارو، مخدوم ابراهيم پٽ هالائي ۽ آخوند عزيز الله متياريءَ جا نالا وڏي اهميت رکن ٿا.

انگريزن 1843ع ۾ سنڌ فتح ڪئي ۽ 1853ع ۾ سنڌي رسم الخط جي نئين سر جوڙجڪ ڪري، سنڌي ڪتابن جي تصنيف، تاليف ۽ اشاعت جو نئين سر سلسلو شروع ڪيو ويو. انگريز دور کان وٺي اڄ تائين سنڌيءَ ۾ ديني ادب تي تمام گهڻو ڪم ٿيو آهي. مکيه موضوع هي آهن: قرآني علوم، تفسير، حديث نبوي، فقه، تاريخ ۽ تصوف.

ان ڏس ۾ جيڪو پهريون ڪتاب ڇپجي سامهون آيو سو 'حڪايات الصالحين' (منظوم) هو. هي ڪتاب اصل ۾ هڪ عربي ڪتاب جو ترجمو آهي، جيڪو آڪٽوبر 1851ع ۾ ايڊورٽائيزر پريس مان ڇپيو: جنهن کي اردشير ڇاپخانو به چوندا هئا، سنه 1866ع ۾ ڊاڪٽر ٽرمپ 'شاهه جو رسالو' جرمنيءَ جي شهر لپزگ مان شايع ڪرايو.

انگريزن جي دور ۾ ديني ادب جا گهڻا ڪتاب لکيا ويا، جن مان قرآن مجيد جا ترجما ۽ مشهور تفسير هيٺ ڏجن ٿا:

(1) **تفسير فاضلين** (سنڌي: مولانا محمد فضل ۽ سيد محمد فضل شاهه، حيدرآبادي: 1869ع)،

(2) **قرآن پاڪ** (ترجمو ۽ حاشيو) مولانا محمد صديق نورنگ پوٽو لاڙ وارو (1878ع)،

(3) **تفسير ڪوثر شاهه مردان:** مولانا محمد صديق نورنگ پوٽو لاڙ وارو (1878ع،

(4) **ترجمو ۽ تفسير پاره الم:** مخدوم محمد شفيع صديقي، پاٽ (1898ع کان اڳ ۾)،

(5) **تذڪير المؤمنين:** سيد تاج محمود امروٽي (1900ع)،

(6) **قرآن پاڪ** (ترجمو حاشيي سان): قاضي شرف الدين سيوهاڻي (1907ع)،

(7) **تفسير تنوير الايمان:** مولانا محمد عثمان نورنگ زادو، ڪوراهي (1910ع)،

(8) **تفسير مفتاح رشد الله:** قاضي فتح نظاماڻي، ٽنڊو قيصر (1911ع کان اڳ)،

(9) **تفسير ضياءُ الايمان مرتضائي:** محمد خان لغاري مرتضائي، ٺٽو (1921ع)،

(10) **قرآن پاڪ** (ترجمو ۽ حاشيو): مولانا نور محمد عادل پوري (1928ع)،

(11) **ترجمة القرآن:** مولانا محمد مدني، ڪراچي (1931ع)،

(12) **مقبول عام قرآن پاڪ** (ترجمو): مولانا عبدالرحيم مگسي، دادو (1940ع).

حديث نبويءَ بابت هيٺيان ڪتاب ڇپيا ويا:

(1) **صحيح بخاري** (ترجمو): مولانا عبدالله کڏهري، مولانا دين محمد وفائي)،

(2) **شمائل ترمذيءَ** جو سنڌي ترجمو

(3) **مشڪوٰة المصابيح** جو سنڌي ترجمو

(4) **سنن ابن ماجه** (ترجمو ۽ شرح) ۽ ٻيا ننڍا وڏا ڪتاب وغيره.

سيرت النبيءَ تي به ڪيترائي ڪتاب لکيا ويا، جن ۾:

(1) **حيات النبي:** حڪيم فتح محمد سيوهاڻي،

(2) **اخلاق محمدي:** حڪيم فتح محمد سيوهاڻي،

(3) **حضرت محمد مصطفيٰ:** مولوي دين محمد وفائي،

(4) **آخري رسول:** عبدالخالق خليق مورائي وغيره شامل آهن.

فقه ۽ ديني مسئلن بابت انگريز دور ۾ هيٺيان ڇپيل ڪتاب مشهور آهن:

(1) **ارڪان وضو ۽ نماز:** حافظ رڪن الدين،

(2) **مالا بدمنه** (ترجمو): قاضي فتح محمد نظاماڻي،

(3) **مدح رسول:** غلام محمد شاهه گدا،

(4) **مفتاح الصلوٰة** (ترجمو): مخدوم عبدالصمد،

(5) **مخزن الحقائق** (ترجمو) ڪنز الدقائق: هدايت الله مشتاق،

(6) **زائرين الحج:** سيد پناه علي شاهه،

(7) **تحفة الاسلام:** مولانا محمد عثمان نورنگ زادو،

(8) **فتاويٰ احمدي:** مولانا حاجي محمد هالائي،

(9) **مسئلن اربعين:** مولانا حاجي محمد هالائي،

(10) **حقوق الزوجين:** مولانا حاجي محمد هالائي،

(11) **تحفة الصائمين:** مولوي عبدالرحيم مگسي،

(12) **اسلامي احڪام:** مولوي عبدالرحيم مگسي،

(13) **تحفة المصلين:** مولوي عبدالرحيم مگسي،

(14) **ڪتاب الزڪوٰة:** مولوي عبدالرحيم مگسي،

(15) **عقائد الاسلام:** مولوي عبدالرحيم مگسي،

(16) **حقوق الذميين:** مولوي عبدالرحيم مگسي،

(17) **اسلام جا دنيا تي احسان:** مولوي عبدالرحيم مگسي،

(18) **ڪتاب الاخلاق:** مولوي عبدالرحيم مگسي،

(19) **نورالايمان:** حڪيم فتح محمد سيوهاڻي،

(20) **دينيات:** حڪيم فتح محمد سيوهاڻي،

(21) **اسلامي ڪتاب:** حڪيم فتح محمد سيوهاڻي،

(22) **خدا هڪڙو آهي:** حڪيم فتح محمد سيوهاڻي وغيره.

ورهاڱي (1947ع) کان پوءِ سنڌي ٻوليءَ ۾ ديني ادب تمام گهڻي انداز ۾ لکيو ۽ شايع ڪيو آهي، ان جو تفصيل طويل آهي، البت چوند ديني ادب (ڇپيل ڪتابن) جا نالا هن ريت آهن:

(1) **تفسيرمعلم القرآن:** قاضي عبدالرزاق
(2) **بيان القرآن:** مولانا عبدالله ڪڏهري (قرآن جي بيتن جو منظوم ترجمو)
(3) **نورالقرآن** (قرآن پاڪ جو بيتن ۾ ترجمو): مولوي احمد ملاح
(4) **تفسير خزائن الرحمٰن:** مولانا رحيم بخش قمر
(5) **احسن البيان:** مولانا محمد ادريس ڏاهري
(6) **تفسير المنير:** علامہ علي خان ابڙو
(7) **بيان القرآن في ترجمة القرآن:** پير عبدالوحيد جان سرهندي.

اهڙيءَ ريت سيرت پاڪ بابت بہ گهڻ مواد موجود آهي. چوند ڪتابن جو هيٺ ذڪر ڪجي ٿو:

(1) **سيرت مصطفيٰ:** مخدوم امير احمد
(2) **سيرت طيبہ:** ڪريم بخش نظاماڻي
(3) **سيرت رسول اڪرم:** علي محمد راهو
(4) **جمال حبيب:** فقير محمد اسماعيل ٺٽوي
(5) **برڪات الصلوٰة:** محمد اسماعيل ٺٽوي
(6) **سرورِ ڪائنات:** حبيب الله شاهہ
(7) **رسول پاڪ:** غلام محمد شاهواڻي
(8) **ڪامل رهنما:** خانبهادر محمد صديق ميمڻ
(9) **محمد مصطفيٰ:** رشيد احمد لاشاري
(10) **ميلاد النبي:** غلام محمد پنوهر
(11) **مئو مرسل:** علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي
(12) **حضور جي حياتي:** سردار علي شاهہ
(13) **نورُ عليٰ نور:** مولانا فيروزشاهي دين محمد 'اديب'
(14) **محمد رسول الله:** الحاج رحيم بخش 'قمر'.

ديني مسئلن، فتوائن ۽ فقه بابت ورهاڱي کان پوءِ گهڻو مواد ڇپجي ظاهر ٿيو آهي. نموني طور چند ڪتابن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا:

(1) **فتاويٰ فقه:** مولانا محمد موسيٰ
(2) **معلم الفرائض:** مولانا محمد قاسم مشوري
(3) **فتاويٰ قاسميه:** مولانا محمد قاسم مشوري
(4) **فتاويٰ همايوني سنڌي:** مولانا ڳڙهي ياسيني
(5) **تحفة الفقيه:** حافظ عبدالحميد پٽي
(6) **رسالہ نماز:** محمد بخش واصف
(7) **مخزن العلوم حصہ قرات، فقه، ادب، حديث:** شاهہ آغا سرهندي
(8) **معلم الحج:** احمد ولد محمد اسلام ڏهر
(9) **بهشت جي ڪنجي:** مولانا دين محمد 'اديب' فيروزشاهي
(10) **رهبر حج:** مولانا عبدالڪريم چشتي شڪارپوري
(11) **اسلاميات:** جمال الدين مومن
(12) **اسلامي شريعت:** محمد بخش واصف
(13) **ڪتاب النڪاح:** مولوي عبدالرحمان
(14) **اسلام ۽ عورت:** گل محمد صوفي
(15) **اخلاق محسنيٰ:** ڊاڪٽر نبي بخش قاضي
(16) **مذهبي حڪومت:** نذير حسين
(17) **روحاني علاج:** غلام محمد پنهور
(18) **اسلامي تصوف:** مخدوم الزمان طالب المولىٰ
(19) **خطبات جتوئي:** حڪيم مولوي غلام رسول جتوئي
(20) **خواب نامو:** غلام حسين جلباڻي
(21) **شمع اسلام:** آخوند عبدالرحمان 'انجم' هالائي
(22) **فلسفہ روزه:** آغا تاج محمد خان
(23) **صراط المستقيم:** اسماعيل بن واصف
(24) **اسلامي سوغات:** جمال الدين مومن
(25) **مواعظ حسنہ:** حاجي عبدالله عمر مومن
(26) **اصلاح مسلمين:** حافظ محمد احسن چنا
(27) **فضائل القرآن:** غلام محمد پنهور.

سنڌي ٻوليءَ ۾ ديني ادب جي واڌاري ۽ اشاعت ۾ هيٺين قديم ۽ جديد ڇاپخانن ۽ ادارن جو وڏو هٿ رهيو آهي.

(1) قاضي نور محمد پور بندر واري جو ڇاپخانو
(2) محمدي مطبع بمبئي
(3) مطبع حيدري بمبئي
(4) مطبع ڪريمي بمبئي
(5) مطبع صفدري بمبئي
(6) فيض سبحاني پريس، ڪوٽڙي،
(7) منشي پوڪرداس ٿانورداس، شڪارپور،
(8) ماستر هريسنگهہ، سکر،
(9) سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي پريس، حيدرآباد
(10) سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد/ڄام شورو
(11) شاهہ ولي الله اڪيڊمي، حيدرآباد
(12) آر. ايچ. احمد برادرس، حيدرآباد
(13) محمد بن قاسم ادبي سوسائٽي
(14) مهراڻ اڪيڊمي، شڪارپور
(15) سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي وغيره.

سنڌ ۾ ديني ادب جي تصنيف، تاليف ۽ اشاعت جي رفتار تيز رهي آهي. خاص ڪري انگريز دور کان وٺي اڄ تائين سوين نہ پر هزارين سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪتاب لکيا ۽ ڇپيا ويا آهن. ان لاءِ سنڌ جون قديم ۽ جديد لائبريريون، ديني ادب جا ڇپيل ڪئٽالاگ ۽ فهرستون شاهد آهن.

**ديو/ ديوتا** (Deva) : جامع سنڌي لغات ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ 'ديو' لفظ جي معنيٰ: چمڪدار، تجلي وارو، هندو ڌرم موجب پوڄا جي لائق، ايشور جي حڪم سان سنسار کي هلائيندڙ خيالي جيوَ يا ديوتا لکي آهي.

ديو کي عام طرح ديوتا بہ چئبو آهي. ديو اصل ۾ سنسڪرت لفظ دِوَ (diw) آهي، جنهن جي معنيٰ بہ چمڪندڙ آهي. ديو جو مؤنث ديوي آهي، جيڪو سنسڪرت جي لفظ ديووس (Deiwos) مان نڪتل آهي. ديوتائن کي جرمن ۾ تواز (Tiwaz)، لاطينيءَ ۾ ديوس (Deus)، انگريزيءَ ۾ ڊوائن (Divine) ۽ ڊائٽي (Deity)، فرينچ ۾ ديو (Dieu)، پورچوگيزيءَ ۾ ديوس (Deus)، اٽالين ۾ ڊيو (Dio) ۽ ڊياس (Dias) سڏيندا آهن.

هندو ڌرم ۾ ديوَن/ ديوتائن لاءِ سمجهيو ويندو آهي تہ اهي هن ڪائنات جي جدا جدا ڪمن جا رکوالا ۽ جدا جدا لوڪن جي نگهباني ۽ سنڀال ڪندڙ ٿين ٿا. خراب ڪمن تي ناراض ٿين ٿا. يگيہ (قربانيءَ) ۽ پرارٿنا (عبادت) تي خوش ٿين ٿا.

ويدن ۾ ديوَ جو ذڪر 'مهربان خدا' جي معنيٰ ۾ آيل آهي. رگ ويد ۾ ڪل 33 مُکيہ ديون جو ذڪر ڪيل آهي، جڏهن تہ هندو ڌرم ۾ ڪُل ديوتا 33 ڪروڙ آهن. سڀني ديوتائن ۾ وڏو اندر ديوتا آهي. اهڙيءَ طرح شوَ کي بہ 'مهاديو' چيو وڃي ٿو جنهن جي معنيٰ 'سڀني ديوَن جو اڳواڻ' سمجهي وڃي ٿي.

ديون/ ديوتائن جو تعلق آسماني قوتن سان بہ تصور ڪيو ويندو آهي، جيڪي ملائڪن واريون صفتون رکن ٿا. ٻڌ ڌرم ۾ ديو اعليٰ ترين ۽ محترم هستيون آهن. جڏهن تہ زردشتن وٽ ديوتا شيطان جو درجو رکن ٿا. زردشتن جو زيوس ديوتا مشهور آهي. هندو ڌرم ۾ ڪائنات جي پنجن تتوَن (باهہ، هوا، پاڻي، آسمان ۽ ڌرتيءَ) توڙي وٽن ۽ برسات وغيره جا الڳ الڳ ديوتا مقرر آهن. جن ۾ سويترا، يامهَ، ورڻ، اندر ديوتا مشهور آهن. ويدانت پرستن (Theosophists) جو چوڻ آهي تہ مشرق جا ديوَ/ ديوتا، مغرب جي فرشتن جهڙا آهن. سندن چوڻ آهي تہ ديوتا هر وقت اسان جي ارد گرد سرگرم رهن ٿا، پر اهي اسان کي نظر نہ ايندا آهن.

سنڌي لوڪ ڪهاڻين ۾ بہ ديون جو ذڪر گهڻو ملي ٿو جيڪي گهڻو ڪري پرين کي قيد ڪري رکندا هئا. مٿن ظلم ڪندا هئا. انهن کي انسانن سان ملڻ نہ ڏيندا هئا. اُهي ڇهہ مهينا ننڊ ڪندا هئا ۽ ڇهہ مهينا جاڳندا هئا. اهي طاقتور، قد جا ڊگها ۽ شڪل جا بدشڪل ڄاڻايا ويندا هئا.

مختلف مذهبن، تهذيبن ۽ قومن ۾ ديوتائن جي مختلف صفتن لاءِ ڪيترائي تصور آهن. ڪٿي انهن کي چڱو تہ ڪٿي خراب سمجهيو وڃي ٿو. ڪٿي ديوتائن جي پوڄا ڪئي وڃي ٿي تہ ڪٿي انهن کي شيطان جو روپ سمجهي، ڪائنس حقارت ۽ نفرت ڪئي وڃي ٿي.

**ڏيو** (Oreo chromis Mossamhicus): ڏيو هڪ مڇيءَ جو خاص قسم آهي. ڏيو آنا وات ۾ جهليندو آهي. هن جي شڪل گولائيءَ تي آهي. ڇلرن جي مٿان ڀاڙهسري رنگ جا ڪنڊا اٿس. هن جي ڊيگهہ ڇهہ ست انچ ٿيندي. ديو مڇي ڪائبي آهي. ڏيي جا ٻہ قسم ٿين ٿا، هڪ ڪارو ديو جنهن کي ڀهراڙيءَ جا ماڻهو ڪاري مڇي چوندا آهن. ٻيو اڇو ڏيو. ڏيو ڪارين ڍنڍن



۽ سر نالين ۾ گهڻو وڌي ٿو هي سنهي مڇي بہ ڪائيندو آهي. پنهنجا ننڍڙا ٻچا بہ ڪائيندو آهي. ڏيو جو ٻج آٽي فارمن جي ڏهن ۾ وڌو ويو. هاڻي تمام وڏي تعداد ۾ ٿئي ٿو ڏيو وزن ۾ پاءُ ڏيڍ ٿئي ٿو ڏيي مان ڪُکڙ جي کاڌي لاءِ ڦيڊ بہ تيار ڪندا آهن. دادو جي 'ڇڪڻ ڍنڍ' ۾ ڏيو ڪافي انداز ۾ ٿيندو آهي. چند سال اڳي ڇڪڻ ڳوٺ جا ماڻهو ڪاري ديي کي سُڪائي ٽرڪون ڀري، پاڻ جي ڪارخاني ڍهرڪيءَ ڏانهن موڪليندا هئا. هاڻي ڇڪڻ ڳوٺ جا ماڻهو لڏي ويا آهن. ان ڪري مڇي ڪانہ مري يا اُن مان اوپراسو نہ ٿو ٿئي، ان ڪري ٽرڪون نہ ٿيون ڀرجن. اباوڙي ۽ گڊوءَ جي فارمن ۾ ڀرين ديو ٻج جي صورت ۾ وڌو ويو هاڻي سنڌ جي ڪافي ڍنڍن ۾ وڌي ويو آهي.

ڏيو اصل ۾ ساموندي مڇي آهي، پر سنڌ ۾ ڪينجهر ۽ ٻين ڍنڍن ۾ بہ گهڻي تعداد ۾ ملي ٿو ڏيي مڇيءَ کي ننڍڙا ڇلر ٿيندا آهن. لاڙ ۾ شوق سان کاڌي وڃي ٿي، هيءَ مڇي وزن ۽ سائيز ۾ ننڍي ٿئي ٿي. هن مڇيءَ ۾ سنها ڪنڊا ٿين ٿا. ڪي ماڻهو ان کي تري کائين تہ ڪي وري باهہ تي سيڪي مصالحن سان کائين.

**ديوا** (راڳڻي): هيءَ پوربي ٺاٽ جي اوڊو راڳڻي آهي. هن ۾ مڌم ۽ نکاد سُر ورج آهن. هن راڳڻيءَ ۾ پنچم ۽ گنڌار جي سنگت رهي ٿي. اصل ۾ هيءَ پورانگ جي راڳڻي آهي. هن ۾ سريراڳ جو انگ چٽو نظر اچي ٿو ان ڪري هن جي رکب کي سموادي مڃيو وڃي ٿو هيءَ راڳڻي ڀڄنن وغيره ۾ بہ ڳائي وڃي ٿي. ڪي پنڊت هن ۾ مڌم ورج ڪرڻ کي لازمي قرار ڏين ٿا ۽ ڪي وري هن کي سمپورن راڳڻي ڪري لکن ٿا. هن راڳڻيءَ ۾ مڌم توڙي نکاد ورج ٿئي ورج آهن. هن جي خاص تان: گي گي را سا را را گي پا گي را سا آهي، جڏهن تہ آروهي: سا ري گا پا ڌا سا ۽ امروهي: سا ڌا پا گي را سا آهن. هن جو وادي سر گنڌار ۽ سموادي سر کرج آهي. هيءَ راڳڻي شام جي وقت ڳائبي آهي.



**ديو اُڏارام ناٿاڻي**: سنڌ جو ناميارو ليکڪ ديو اُڏارام ناٿاڻي، 10 جنوري 1924ع تي ڳوٺ ٺوڙها، تعلقي موري، ضلعي نوابشاهہ ۾ پيدا ٿيو تعليم ايم. اي ۽ بي. ايڊ اٿس. ادب ۾ ناول، مضمون ۽ سوانح هن جا پسنديده موضوع رهيا آهن. ورهاڱي کان پوءِ ناگپور (انڊيا) ۾ وڃي آباد ٿيو هن جو ادبي دنيا ۾ اڌ صديءَ کان مٿي جو سالن جو حصو آهي. سندس شايع ٿيل ڪتابن ۾:

(1) 'مولانا آزاد جي جيون ڪٿا' (1945ع)،

(2) 'ويلڀ ڀائي پٽيل جي جيون ڪٿا' (1945ع)،

(3) 'انقلابي' (1946ع) ۽

(4) 'اسٽوڊنٽس آف دي مارچ' (1946ع) وغيره شامل آهن.

**ديوار برلن** (Berlin Wall): جرمنيءَ جي قديم ديوار برلن جو بنياد، 13 آگسٽ 1961ع تي جمهوريہ ريپبلڪ اوڀر جرمنيءَ (Democratic republic east Germany) رکيو هو هن ديوار جي ٺهڻ سان اوڀر ۽ اولهہ برلن هڪ ٻئي کان جدا ٿي ويا. انهيءَ رڪاوٽ (Barrier) ۾ وڏين پٿين سان گڏ، حفاظتي ٽاور بہ لڳل هئا. اهي پٿيون ۽ ٽاور، جنهن ايراضيءَ کي گول ڦريل هئا، تن کي موت جو مقام (Deathstrip) سڏيندا هئا.

هن جڳهه تي گاڏين وغيره کي روڪڻ لاءِ ڪڏون ۽ ڪجهه ٻيا حفاظتي انتظام ڪيل هئا. اوڀر جرمن بلاڪ وارن ماڻهن جي دعويٰ هئي ته هنن هيءَ ديوار پنهنجي عوام کي آمريت جي استحصال کان بچائڻ خاطر ناهي هئي ته جيئن هو پنهنجن ماڻهن جي آزادي محفوظ رکي سگهن. ٻي مهاڀاري لڙائيءَ جي ختم ٿي وڃڻ کانپوءِ ان ديوار، جرمنيءَ ۽ اوڀر جي اشتراڪي نظريي جي حامي بلاڪ ڏانهن ماڻهن جي هجرت ڪرڻ واري عمل کي گهڻي حد تائين روڪيو.



اولهه برلن جي شهري حڪومت هن ديوار کي شرم جي ديوار (Wall of Shame) سڏيندي هئي. ان تي اهو نالو اتان جي ناظم ولي برانٽ (Willy Brandit) رکيو. ڇاڪاڻ ته ديوار جو ٺهڻ انسانن جي چرپر ۽ آزاديءَ واري حق جي خلاف هو. ديوار جي ٺهڻ کان پهرين اوڀر جرمن بلاڪ وارن 3.5 ملين ماڻهن کي دوکي سان لڏائي هڪ هنڌ آباد ڪيو. ان کانپوءِ 1961ع کان 1989ع تائين اوڀر کان اولهه يا اولهه کان اوڀر جرمنيءَ وارن تي هڪ ٻئي جي علائقي ۾ داخل ٿيڻ تي مڪمل پابندي لڳائي ڇڏي. انهيءَ عرصي دوران اٽڪل پنج هزار ماڻهن ديوار تان چڙهي ٻئي پاسي وڃڻ جي ڪوشش ڪئي، جنهن ۾ 100 کان 200 ماڻهو اجل جو شڪار ٿيا. 1989ع دوران اوڀر جرمنيءَ ۾ ڪجهه اهم بنيادي سياسي تبديليون آيون. سوويت يونين جون حامي حڪومتون پولينڊ ۽ هنگري (Hungary) به ڪمزور ٿيڻ لڳيون هيون. آخرڪار ڪيترن هفتن جي وڳوڙن کانپوءِ اوڀر جرمن حڪومت 9 نومبر 1989ع تي اعلان ڪيو ته اتي جا شهري اولهه جرمني ۽ اولهه برلن وڃي سگهن ٿا. اهڙي نموني آخرڪار اها 29 سالن جي پابندي ختم ٿي وئي. اهو اعلان ٻڌڻ کانپوءِ اوڀر جرمن جا ڪيترا رهاڪو يڪ ٽپي اولهه جرمنيءَ ۾ داخل ٿيا ۽ اتي وڃي هنن آزاديءَ جي خوشي ملهائي.




**ديوارن جي دنيا پويان (ڪتاب)**: هي ڪتاب نئين ٽهيءَ جي ناميارِي شاعر ۽ نثر نويس ايوب کوسي جي جيل ڊائري آهي. ايوب کوسي کي هڪ خط (ڪالم) لکڻ تي نه رڳو جيل موڪليو ويو هو، پر جنهن اخبار 'الڪ' ۾ اهو خط ڇپيو، ان تي به بندش وڌي وئي هئي. ايوب کوسي، سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ قيد واري عرصي دوران پنهنجي مطالعي ۽ مشاهدي جي آثار، وقت جي حالتن ۽ حادثن جي عڪاسي نثر ۾ انتهائي بيباڪيءَ سان ڪئي آهي. 237 صفحن تي مشتمل ڪتاب جو پهريون ڇاپو 2003ع ۾ ڪنول پبليڪشن قنبر مان ڇپجي پڌرو ٿيو.

**ديوان** [1]: 'ديوان' پارسي لفظ آهي ۽ اُن جو ڌاتو سنسڪرت لفظ 'ڊِو' (div) معنيٰ 'چمڪڻ يا ڀهڪڻ' آهي. جنهنڪري 'ديوان' لفظ جي هڪڙي بنيادي معنيٰ آهي 'ڀهڪي وارا يا ڀهڪندڙ' (درٻاري) ۽ ٻي معنيٰ 'اُهو هنڌ، جتي حاڪم يا سندن درٻاري ڀهڪندڙ پوشاڪون پائي اچي مڙن'، يعني 'درٻار'. مثلاً: ديوان خاص (پروي ڪائونس يا ڪئبنيٽ ڪائونسل) ۽ ديوان عام Public hall.

مسلمانن (ڪلهوڙن ۽ ميرن) جي صاحبيءَ ۾ ديوان اڪثر روينيو کاتي جا وڏا عملدار هئا، جيڪي اڪثر هندو هوندا هئا. ديوان چيتمل، شڪارپور جو گورنر هو. ديوان گدو مل، ڪلهوڙن ۽ ميرن جي درٻار ۾ وزير هو. ڪي ديوان پنهنجن حاڪمن جي پاران ٻڌڻي ڪندا هئا. ائين جيڪي 'ديوان' هئا، سي راڄ درٻار ۾ پنهنجي پنهنجي درجي پٽاندڙ جاءِ وٺي ويهندا هئا، ۽ اهي درٻاري هئا. (سنڌ جي هندن جي تاريخ- ڀيرو مل مهرچند، ڀاڱو: 1).

- مسلمانن مان به ڪيتران 'ديوان' سڏائيندا آهن، جهڙوڪ: ديوان مشتاق وغيره.

**ديوان** [2]: شعر جي جنهن ڪتاب ۾ سڀ غزل الف- ب وار ۽ ٻنهه ترتيب سان ٻيٺل هوندا آهن، تنهن کي 'ديوان' چوندا آهن، جهڙوڪ: ديوان گل، ديوان فاضل، ديوان سانگي، ديوان آسو وغيره.

**ديوان** [3] (ديهه): ڪنڊياري تعلقي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پراڻو ديوان، لاشاري، ديوان، خميسو خان سهتو ٻوٽو خان پنجابي هالاڻي، نيو هالاڻي، ڦل پوٽا، ڏيپر، گاڏيهي ڳوٺ، ڪمال ماڇي، سوايو ماڇي، اسلام مهيسر، پير قادر بخش، لاشاري ڳوٺ، خاصخيلي، حاجي ٻانيڻ، آچر رکيو ٽاگور، عالم ۽ دلو ميهسر.

**ديوان آزاد (ڪتاب)**: ديوان 'آزاد'، ٽالپر حڪمرانن جي مالي وزير منشي صاحب راءِ 'آزاد' جي فارسي غزلن جو مجموعو آهي. منشي صاحب راءِ آزاد ولد موهنداس ملڪاڻي، مير ڪرم علي خان ٽالپر ۽ مير مراد علي خان ٽالپر جي دور ۾ حڪومت جو مالي وزير هو ۽ سندس پٽ منشي آوتراءِ ملڪاڻي مير صوبيدار خان ٽالپر جو مالي وزير هو. 'زبدة المعارصرين' ۾ مير حسين الحسيني شيرازي لکي ٿو ته، "منشي صاحب راءِ 65 سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي. سخنوري ۾ هن جو ڪو به نظير نه آهي."

منشي صاحب راءِ 'آزاد' جو مڪمل ديوان زماني جي حادثن سبب ضايع ٿي ويو، جنهن جو اڄ تائين ڪو به پتو نه پيو آهي. پر مرزا خسرو بيگ جي

ناياب تاليف 'محڪ خسرويءَ' ۾ منشي صاحبراءِ آزاد جا 43 غزل موجود آهن، جن کي پير حسام الدين راشديءَ ترتيب ڏئي شاعر جي احوال سميت 'مهراڻ' رسالي (1955ع) ۾ شايع ڪرايو هو.

اهو ساڳيو ديوان احوال سميت 'ڳالهيون ڳوٺن وڻن جون' ۾ به بيهر 1981ع ۾ شايع ٿيو آهي.

**ديوان آسو** (ڪتاب): ديوان آسو سنڌ جي نامور صوفي آسومل عرف آسورام آسو پٽ ڏاندو مل جي سنڌي شاعريءَ جو مجموعو آهي. آسورام پراڻن هالن جو رهاڪو هو. سيد فقير علي شاهه وٽ طب جي تعليم حاصل ڪيائين. هن قرآن شريف پڻ پڙهيو. هن گهڻو ڪلام لکيو آهي. 'تاريخ سنڌي ادب' ۾ محمد صديق ميمڻ لکي ٿو ته، "سنڌ جي شاعرن ۾ هئي ڪنهن به شاعر جو ايترو ڪلام ڪتابي صورت ۾ موجود نه آهي، جيترو صوفي آسو رام جو لکيل آهي." آسو رام پنهنجو ديوان 1897ع ۾ لکي پورو ڪيو ۽ انهي سال 'ديوان آسو' جي نالي سان ڪٽڻ مل بڪ سيلر لاڙڪاڻي واري ڇپايو. هن وقت اهو ناياب ٿي چڪو آهي.



**ديوان آشڪار** (ڪتاب): ديوان آشڪار سنڌ جي نامور صوفي شاعر سچل سرمست جي فارسي غزلن جو مجموعو آهي. سچل سرمست ميرن جي شروعاتي دور جو فارسي گو شاعر هو. ديوان آشڪار جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته سچل سرمست کي علم عروض تي چڱي خاصي دسترس هئي. سچل سرمست غزلن جي لوازمن کي چڱي طرح نڀايو آهي. هن ديوان ۾ سمورا غزل رديفن مطابق الف ب وار ترتيب سان رکيل آهن. سندس فارسي ڪلام تشبيهون، استعارا ۽ ڪنايا سان ڀريو پيو آهي. فارسي ديوان ۾ غزل، مستزاد، قطعات ۽ مثنويون شامل آهن. فارسي غزلن ۾ وحدت الوجود تي وڏو بحث ڪيو اٿس، ڪلام ۾ صنائع و بدائع گهڻو استعمال ٿيل آهي. سچل سرمست فارسيءَ ۾ تخلص آشڪار ڪتب آڻيندو هو. سندس اهو ديوان قاضي علي اڪبر درازي مرتب ڪيو ۽ هزهائينس مير علي مراد خان ٽالپر واليءِ رياست خيرپور 1965ع ۾ شايع ڪرايو.



**ديوان احسن** (ڪتاب): هيءُ دادو جي مشهور شاعر حافظ محمد 'احسن' ملڪاڻي جو غزلين ديوان آهي. ڪتاب جو ديباچو جمع خان 'غريب' جو لکيل آهي. ديوان جي آخر ۾ تقريظ محمد بخش 'واصف' ۽ علي حيدر 'حيدري' جي لکيل آهي. جڏهن ته قطعه تاريخون جمع خان 'غريب'، فقير ميان هدايت علي 'نجفي'، ميان علي حيدر 'حيدري'، محمد رمضان 'ثاقب' ۽ ميان در محمد قريشي بويڪائي جون چيل آهن. هيءُ ڪتاب سال



1933ع ۾ شيواجي پرنٽنگ پريس، لاڙڪاڻي مان ويڙهو مل ڪٽڻ مل ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪرائون سائيز ۾ 168 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 10 آنا آهي.

**ديوان احمد** (ڪتاب): سنڌ جي مشهور عوامي شاعر مولانا حاجي احمد ملاح جي غزلن جو هي 'ديوان احمد'، پهريون ڀيرو 1974ع ۾، مولوي عبدالله جوڻيجي بدين واري ڇپائي پڌرو ڪيو هو. جنهن جي تقريظ ۾ مولانا غلام محمد گراميءَ لکيو هو: "مولانا حاجي احمد ملاح، هڪ بلند پايي جي شاعر جي حيثيت سان عظيم مقام حاصل ڪري چڪو آهي . . . مولانا احمد ملاح جو ڪلام سلاست ۽ بلاغت جو هڪ حسين پيڪر آهي، جنهن ۾ وڏ ڦڙي مينهن وانگر، نادر خيالات جي اوت آهي. لاڙ جي سرزمين وانگر اهڙي باڪمال شاعر جي فن تي فخر ڪري سگهي ٿي. هي ديوان سنڌي ادب ۾ هڪ زنده جاويد اضافو آهي." ڪتاب جو ديباچو (ڊاڪٽر) عبدالجبار جوڻيجي لکيو هو، جيڪو ان وقت سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي ۾ اسسٽنٽ پروفيسر هو. ان کان سواءِ مولانا حاجي احمد ملاح جي سوانح عمري پڻ جوڻيجي صاحب لکي هئي، جڏهن ته ديوان احمد جا به اکر مولوي عبدالله جوڻيجي جا لکيل آهن. ديوان احمد ۾ رديف وار الف کان ي تائين 423 غزل شامل آهن.




ديوان احمد جو ٻيو ڇاپو، 521 صفحن تي مشتمل، ڊيمي سائيز ۾ عبدالغفور نيوز پيپر ايجنسي، بدين، 2003ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جنهن جي قيمت 250 روپيا آهي.

**ديوان انجم** (ڪتاب): هالا جي نامور شاعر الحاج آخوند عبدالرحمان 'انجم' هالائيءَ جي غزلن جو 'ديوان انجم' حاجي فيض محمد (ڇڪري بازار) نوابشاهه واري 1957ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هو. ديوان جو ديباچو 'انجم' هالائيءَ لکيو آهي ۽ ديوان جو انتساب 'گهڻيءَ محبت، خلوص ۽ عقيدتمنديءَ' مان محبوب الشعراء حضرت مخدوم محمد زمان طالب المولیٰ کي ڪيو آهي. ڪتاب جو پيش لفظ ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل صدر جميعة الشعراء لکيو آهي. جنهن ۾ انجم هالائيءَ جي شعري خوبين ۽ فني خوبصورتيءَ تي تفصيل سان لکيو ويو آهي، جڏهن ته تقريظ حافظ محمد احسن چنا جي لکيل آهي. مخدوم طالب المولیٰ جا تاثرات 'ارشاد گرامي' جي نالي سان ڏنا ويا آهن. جڏهن ته تعارف شيخ عبدالله 'عبد' جو لکيل آهي. ان کان سواءِ ديوان جي غزلن شروع ٿيڻ کان اڳ حاجي محمود 'خادم' سيڪريٽري جمعية الشعراء جو 'تحفهٔ دعا' عنوان سان ليک شامل ڪيو ويو آهي. 'ديوان انجم' ۾ الف ب وار رديفن سان غزل شامل آهن ۽ آخر ۾ غلام حسين 'اثير' ٺاروشاهي، احمد علي خادم، شيخ عبدالرسول، خورشيد اختر غمگين، محمد حسن 'ڪمار'، مولوي مير محمد 'مداح' الهه بچائي مجبور ۽ نظر سنڌيءَ جون قطعه تاريخون ڏنل آهن. ڪرائون سائيز جي 244 صفحن جي هن ڪتاب جي قيمت 3 روپيا آهي.



**ديوان انور (ڪتاب):** ديوان انور سنڌ جي آخري ٽالپر حڪمران مير محمد نصير خان ٽالپر 'جعفري' جي استاد، وزير ۽ مشير آخوند محمد بچل تخلص 'انور' جي فارسي غزلن جو مجموعو آهي. آخوند محمد بچل، مير محمد نصير خان جي دؤر ۾ 'مشير سرڪار ۽ معتمد' ٿيو ۽ شاهي مهر بردار به بڻيو هي مٽيارين جي آخوندن مان هو. سندس والد جو نالو آخوند محمد صالح هو. انشاپردازي ۽ فن قطعه تاريخ ۾ سندس ڪو ثاني نہ هو. ديوان انور ۾ غزلن کانسواءِ فارسيءَ ۾ منقبت، قصيدا، مربع، مسدس، قطعه تاريخون ۽ مثنويون شامل آهن. نثر ۾ سندس



ڪا بہ تصنيف نٿي ملي سواءِ مير محمد نصير خان ٽالپر جي 'مثنوي مرزا صاحبان' تي نثر ۾ سندس لکيل ديباچو ملي ٿو. هن فارسي شاعريءَ کانسواءِ سنڌيءَ ۾ ڪجهہ مرثيا ۽ هڪ طويل مخمس شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي شان ۾ چيل ملي ٿو. فارسيءَ ۾ 'انور' تخلص ۽ سنڌيءَ ۾ 'باري' يا 'بچل' تخلص ڪتب آندو آهي. آخوند محمد بچل 'انور' جو ديوان هن وقت ناياب ٿي چڪو آهي، پر هڪ قلمي نسخي ۾ سندس 62 غزل رديفن مطابق الف- ب ترتيب سان رکيل آهن، جن جو نتخاب پير حسام الدين راشديءَ جي ڪتاب 'ڳالهيون ڳوٺ وڻن جون' ۾ شامل آهي، باقي غزل اڃا تائين شايع نہ ٿيا آهن.

**ديوان بدوي (ڪتاب):** ديوان بدوي، سنڌ جي نامور محقق، تاريخدان ۽ شاعر لطف الله 'بدوي' جي سنڌي غزلن جو مجموعو آهي. لطف الله بدوي پهرين پنهنجو تخلص 'جوڳي' ۽ پوءِ 'بدوي' اختيار ڪيو. نديڻ ڪان ئي شعر چوندو هو. 'سنڌي غزل جي اوسر' ۾ اياز حسين قادريءَ جاڻائي ٿو تہ، "لطف الله بدويءَ کي شاعريءَ جو شوق ورثي ۾ مليو هو. هڪ وڏي شاعر جون سموريون خوبيون سندس ڪلام ۾ موجود آهن. هن جي شاعريءَ ۾ قديم ۽ جديد رنگن جو ميل آهي. هو بنيادي طرح نظم جو شاعر هو. سندس غزلن ۾ رواني ۽ خيالن جي گهرائي آهي. هن نثر ۽ نظم ۾ گهڻو ڪجهہ لکيو آهي. سندس سمورو ڪلام 'ديوان بدوي' ۽ 'رسالو لطف الله بدويءَ' ۾ قلمبند آهي، جيڪو قلمي صورت ۾ سندس پوين وٽ محفوظ آهي."

**ديوان بلبل (ڪتاب):** ديوان بلبل، مرحوم رئيس شمس الدين 'بلبل' جي غزلن جو الف ب وار ديوان آهي، جنهن جو پهريون چاپو پوڪر داس اينڊ سنز شڪارپور مان ڇپرايو هو. جڏهن تہ بعد ۾ سنڌ جي نامور عالم مولانا غلام محمد گراميءَ 'ديوان بلبل' کي ترتيب ڏئي سنڌي ادبي بورڊ پاران ڇپرايو، جنهن تي ناشر جا 'بہ اکر' اعزازي سيڪريٽري ڊاڪٽر اسدالله شاهہ 'بيخود' حسينيءَ جا لکيل آهن، جيڪو لکي ٿو




تہ: "عروضي شاعريءَ ۾ مزاحيہ طرز نگارش جو باني مرحوم رئيس شمس الدين 'بلبل' هو محمد هاشم مخلص، نور محمد 'انور' نظاماڻي ۽ ٻيا، بلبل جي ئي اسٽائيل کان متاثر ٿيا."

ديوان 'بلبل' جي مرتب مولانا غلام محمد گراميءَ، بلبل مرحوم بابت لکيو آهي تہ: "بلبل مرحوم پنهنجي دور جو قادر الڪلام شاعر ۽ سخن سنج هو. سندس فن ۽ مقام ڪنهن بہ تعارف جا محتاج نہ آهن." گرامي صاحب، 'بلبل' جي سيرت ۽ فن جي تعارف بابت ڇپيل مضمونن، ڪتابن ۽ مقالن جو تفصيل ڏيندي، پنهنجي پاران بلبل جي نثري تاليفات ۽ شعر و شاعريءَ جي ترتيب کي بيان ڪيو آهي. ديوان بلبل جو مفصل مقدمو 41 صفحن تي سندس لائق فرزند مرحوم رئيس ضياء الدين 'ضياء' ايس بلبل لکيو آهي. جنهن بعد مشهور عالم ۽ شاعر اڪبر الهہ آباديءَ جي شاگرد ڊاڪٽر عبدالمجيد صديقي، فارسيءَ ۾ 'بلبل' جي قطعہ تاريخ لکي آهي. ان بعد مرحوم حاجي محمود 'خادم' تقريظ لکي آهي. 'تقريظ' کان پوءِ مرحوم رئيس شمس الدين 'بلبل' جو ديباچو ڏنل آهي. 'ديوان' بلبل، رئيس شمس الدين، 6 جنوري 1891ع تي لکي پورو ڪيو جيڪو ذڪر هن ديوان جي آخر ۾ ڪيو آهي. 'ديوان بلبل' ۾ 100 غزل آهن، جن مان اَڌ غزل ظريفانہ، اردوءَ جي (غزلن جي) مضمونن جو ترجمو آهن. ديوان بلبل، ڊيمي سائيز جي 144 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جو پهريون ڇاپو 1969ع ۾ ۽ ٻيو ڇاپو 1982ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. ڪتاب جي قيمت 30 روپيا آهي.

**ديوان بهادر مرليڌر پنجابي:** نامور سماج سڌارڪ ديوان بهادر مرليڌر پنجابي شڪارپور جو رهاڪو هو. شڪارپور شهر کي خوبصورت بنائڻ ۾ سندس وڏو هٿ هو هي ڪيترائي سال شڪارپور ميونسپالٽيءَ جو پريزيڊنٽ ٿي رهيو. سندس ايامڪاريءَ ۾ ئي شهر جو سڌارو ۽ واڌارو ٿيو. ڪيترا پڪا رستا ٺهرايائين. اسڪول ۽ اسپتالون قائم ڪرايائين. ان کانسواءِ عام ڀلائيءَ جي ٻين ڪمن جهڙوڪ: شهر جي صفائي ۽ روشني وغيره جو انتظام بہ ڪيائين. ديوان مرليڌر کي شهر جي سونهن وڌائڻ ۽ سڌارڻ جو ڏاڍو شوق هوندو هو. سندس ڪوشش سان شهر ۾ باغ ۽ باغيچا لڳا. هن پنهنجي گهرواريءَ جي نالي سان 'ڪنيا پاٺشالا' کولائي، جيڪا مائي گنگا ديوي هلائيندي هئي.

ديوان مرليڌر نہ صرف سماج سڌارڪ هو پر پنهنجي وقت جو ناليوارو وڪيل بہ ٿي گذريو آهي. هن وڪالت دوران سڄي سنڌ ۾ نالو ڪمايو. سندس ڪامياب وڪالت جي اڄ بہ اها ئي مڃتا آهي، جو ڪنهن جي هوشياري ۽ ڏاهپ ڏسي عام طور چيو ويندو آهي تہ جڻ تہ 'مرليڌر وڪيل' آهي. مقامي سياست کان سواءِ قومي آزاديءَ جي هلچل ۾ بہ حصو ورتائين. 1917ع ۾ شڪارپور ۾ سنڌ پراونشل ڪانفرنس ٿي تہ مرليڌر ان جو چيئرمئن ٿيو. 1918ع ۾ ڪراچيءَ ۾ سنڌ پراونشل ڪانفرنس ٿي تہ ڪيس ان جو پريزيڊنٽ چونڊيو ويو انهيءَ ڪانفرنس جو چيئرمئن سنڌ جو مشهور سياستدان سيٺ هرچندراءِ وشنداس هو. ديوان بهادر مرليڌر شڪارپور جي خيراتي 'راءِ بهادر اوڌو داس اسپتال' جي اڌاوتي ڪميٽيءَ جو چيئرمئن پڻ رهيو.

**ديوان بيدل**[1] **(ڪتاب):** سنڌ جي عوامي، ڪلاسيڪي ۽ صوفي شاعر قادر بخش بيدل جي ڪلام تي مشتمل 'ديوان بيدل' مشهور عالم ۽ محقق، عبدالحسين شاهہ موسويءَ تاليف ڪيو آهي. ان جو پهريون ڇاپو

1954ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪيو هو. ڪتاب جو پيش لفظ ۽ طويل مقدمو عبدالحسين شاهه موسويءَ جو لکيل آهي. مقدمي ۾ هن بيدل جي وڏن جو احوال ۽ ولادت، بيدل جي تعليم ۽ سندس اوائلي عمر ۾ شعر، حسن پرستي، فنا في المعشوق، فقير غلام محمد، قاضي پير محمد، بيدل جي گرهستي زندگي، فقير صاحب جو مذهب، بيدل جي شخصيت، بيدل جو شعر ۽ شاعري، بيدل جي ڪلام تي متقدمين جو اثر، تصنيف ۽ تاليف جي عنوانن تي تفصيل سان لکيو آهي. ان بعد فقير قادر بخش بيدل جو سنڌي ڪلام ڏنو ويو آهي، جنهن ۾ وحدت نامہ، فرائض صوفيہ، سنڌي ابيات، متفرقہ ابيات، سنڌي ڪافيون، مناقب ۽ مرثيا ڏنا ويا آهن. ان ڪان پوءِ بيدل جا پنجن ٻولين ۾ مخمس، سرائيڪي ڪلام (ڪافيون، ابيات، سي حرفيون)، سلوڪ، اردو ڪلام جو نمونو، فارسي ڪلام جو نمونو ۽ عربي ڪلام جو نمونو ڏنا ويا آهن. ديوان بيدل ۾ ٻہ ضميما بہ شامل آهن. ضميمي- 1 ۾ بيدل جي ڪلام جو تفصيل، فارسي تصنيفن (نثر ۽ نظم)، فارسي ۽ عربيءَ جي ڳڏيل تصنيفن، عربي ۽ اردو ڪلام جو ذڪر ڪيو ويو آهي، جڏهن تہ ضميمي-2 ۾ بيدل جون ڪجھ هٿ آيل ڪافيون ڏيون ويون آهن. 260 صفحن تي مشتمل هي ديوان بيدل، سنڌي ادبي بورڊ، 1954ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ اُن جي قيمت 4 روپيا رکي وئي آهي. ان جو ٻيو ڇاپو سنڌي ادبي بورڊ پاران 1961ع ۾ شايع ٿيو ۽ ٽيون ڇاپو سنڌي ادبي بورڊ، 1991ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو، جنهن جي قيمت 80 روپيا آهي. هن نئين ڇاپي ۾ ڊاڪٽر نواز علي شوق جو بيدل جي شاعريءَ جو مختصر جائزو ڇپيل آهي. هي ڇاپو سنڌي ادبي بورڊ جي ان وقت جي سيڪريٽري عبدالغفار صديقيءَ ڇپائي پڌرو ڪيو هو.




**ديوان بيدل**2 (ڪتاب): فقير قادر بخش بيدل جي شاعريءَ جو هي ديوان، سندس ئي شهر واسي ديوان گدومل ڪنڻ مل هرجاڻيءَ جو سهيڙيل آهي. ديوان گدو مل هن ديوان کي ٻن حصن ۾ سهيڙي، ٻن جلدن ۾ 41-1940ع ڌاري سکر مان شايع ڪرايو هو. جڏهن تہ هن جو موجوده نئون ايڊيشن، 'بيدل يادگار ڪميٽي، روهڙيءَ' طرفان 2007ع ۾ هڪ جلد ۾ شايع ٿي چڪو آهي.




اداري پاران 'پيش لفظ' ۾ ڄاڻايل آهي تہ: "ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عمري ۽ سرودنامہ، فقير قادر بخش 'بيدل' جي سوانح ۽ ڪلام تي مشتمل هي پهريون ڪتاب آهي، جنهن کي بيدل سائينءَ جي ئي شهر واسي گدو مل ڪنڻ مل هرجاڻيءَ بهترين مقدمي ۽ سهڻي سوانح سان سهيڙي، 41- 1940ع ۾ سکر جي تلڪ پريس مان ٻن جلدن ۾ شايع ڪرايو هو. انهيءَ کان پوءِ توڙي جو بيدل سائينءَ جي سوانح عمري ۽ ڪلام جا ٻيا بہ ڪتاب شايع ٿيا، پر گدو مل هرجاڻيءَ جي ڪتاب جي اهميت ۽ افاديت دائم ۽ قائم رهي ۽ انهيءَ ڪتاب بيدل سائينءَ جي شخصيت، سوانح ۽ شاعريءَ تي تحقيق ڪندڙن لاءِ مشعل راهه جو ڪم ڏنو."

نئون ايڊيشن 'بيدل يادگار ڪميٽيءَ' طرفان شايع ٿيل آهي، جنهن ۾ ٻئي ڀاڱا هڪ ئي جلد ۾ شايع ڪيل آهن. ڪتاب 'ديوان بيدل' جو مهاڳ نوجوان محقق اختر درگاهيءَ جو لکيل آهي. ان ڪان سواءِ گدو مل ڪنڻ مل هرجاڻيءَ جو تفصيلي احوال بہ شامل آهي. پهرئين جلد جو منڍ ۽ ٻئي جلد جو ديباچو بہ شامل آهن. مقدمو پنجن فصلن: (1) بيدل جي سوانح عمري، (2) بيدل جو مذهب، (3) بيدل سان روح رهاڻ، (4) بيدل جي تاليف ۽ تصنيفات، ۽ (5) بيدل جو شعر ۽ شاعريءَ تي مشتمل آهي ۽ آخر ۾ سرود نامہ آهي. ڊيمي سائيز جو 312 صفحن تي مشتمل هي ناياب ديوان، بيدل يادگار ڪميٽي، روهڙيءَ طرفان 2007ع ۾ شايع ٿي چڪو آهي، جنهن جي قيمت 250 روپيا آهي، جنهن ۾ بيدل فقير جي فرزند محمد محسن بيڪس جي سوانح عمري ۽ ڪلام ۾ ڏنل آهي.

**ديوانِ بيدل** (اردو ڪتاب): ڪلاسيڪي ۽ صوفي شاعر فقير قادر بخش بيدل جو اردو ڪلام 'ديوان بيدل'، نوجوان محقق، اديب ۽ شاعر اختر درگاهيءَ ترتيب ڏنو آهي، جنهن جو پهريون ڇاپو، سچائي اشاعت گهر، دڙي طرفان 'بيدل جو اردو ڪلام' جي نالي سان 1997ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو هو، جنهن جي ڪافي پذيرائي ٿي ۽ ان کي 1997ع جي بهترين تحقيقي ڪتاب طور، 1998ع ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران انعام ڏنو ويو هو.




بيدل يادگار ڪميٽيءَ روهڙيءَ ان ڪتاب جي اهميت کي محسوس ڪندي ان کي ٻيهر ڇپائڻ جو فيصلو ڪيو تہ محترم اختر درگاهيءَ کي پهرئين ڇاپي کي وڌائڻ ۽ سڌارڻ جو موقعو مليو. اهڙيءَ ريت هن محترم منل مسرور بدوي ۽ محترم محمد پنهل ڏهر جي توسط سان بيدل فقير جي ڪجھ وڌيڪ اردو ڪلام کي بہ هن ٻئي ايڊيشن ۾ شامل ڪيو. هن بيدل يادگار ڪميٽي، روهڙيءَ پاران ڇپيل 'ديوان بيدل' (اردو ڪلام) جي ڊيمي سائيز جي 127 صفحن تي مشتمل ڪتاب جي قيمت 150 روپيا آهي ۽ ان جي اشاعت جو سن جنوري 2003ع آهي.




**ديوانِ بيڪس** (ڪتاب): هي ڪتاب عبدالحسين شاهه موسويءَ جو مرتب ڪيل آهي، جنهن ۾ بيدل فقير جي فرزند محمد محسن بيڪس جي سوانح عمري ۽ ڪلام ڏنل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ 148 صفحا آهن ۽ قيمت 1 روپيو آهي. ڇاپو پهريون سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد 1965ع ۾ ڇپايو آهي.

**ديوان ٻيدل** (ڪتاب): هيءُ ديوان آخري ٽالپر حڪمران هزهائينس مير حاجي نور محمد خان ٽالپر جي وزير مرزا ٻيدل بيگ جي غزلن ۽ ڪافين جو مجموعو آهي. ديوان ۾ غزلن ڪان سواءِ ڪافيون بہ رديفن مطابق الف- ب ترتيب سان رکيل آهن. ان ڪانسواءِ اردو ۽ فارسي غزل پڻ الڳ ترتيب ڏنل آهن. ديوان جي آخر ۾ ڪيتريون قطعہ تاريخون بہ موجود آهن. ديوان ٻيدل ۾ 160 غزل ۽ 45 ڪافيون آهن.

ديوان ۾ موجود سمورو ڪلام پختو ۽ وڻندڙ آهي; غزلن توڙي ڪافين ۾ حسن جي ذڪر سان گڏ وحدت جي وائي ۽ عشق جي رمزن جا راز سمايل آهن. ان سان گڏ شاعريءَ ۾ حمديہ، نعتيہ ۽ مدحيہ نموني جو ڪلام بہ آهي. ديوان جي پهرئين حصي ۾ غزل ۽ ٻئي حصي ۾ ڪافيون آهن. مرزا ٻيدل بيگ فارسي شاعريءَ جو ڳوڙهو مطالعو ڪيو هو، جنهنڪري سندس غزليہ شاعريءَ ۾ فارسيءَ جو رنگ نظراچي ٿو. سندس غزلن ۾ فارسي لفظ ۽ ترڪيبون جام استعمال ٿيل آهن. ديوان جي آخر ۾ قطعہ تاريخون ڏنل آهن، جن جا شاعر مرزا قربان علي بيگ، مرزا مدد علي بيگ، غلام محمد ڪمانگر ۽ ٻيا آهن. هيءُ ديوان قربان علي بيگ جو ڪتابت ڪيل آهي، جيڪو اڄا تائين قلمي صورت ۾ مرزا خاندان وٽ محفوظ آهي.

**ديوان تارڪ** (ڪتاب): ديوان تارڪ فقير هدايت علي نجفي تخلص 'تارڪ' جو سنڌي غزلن جو مجموعو آهي، جنهن کي ڊاڪٽر نواز علي شوق مرتب ڪيو آهي. ديوان ۾ حرف اول سيد اظهر گيلانيءَ جو لکيل آهي. مهاڳ ۽ مقدمو ڊاڪٽر نواز علي شوق جو لکيل آهي، جنهن ۾ هو لکي ٿو تہ: "فقير هدايت علي نجفي سنڌ جو باڪمال شاعر ٿي گذريو آهي، ديوان ۾ غزلن جي رديفن جي الف ب واري ترتيب اڳوڻي يعني اصلوڪي آهي. فقير نجفي عالم دين هجڻ سان گڏوگڏ هڪ سچو صوفي پڻ هو ۽ هن پنهنجي زندگيءَ جو وڏو حصو تصنيف، تاليف ۽ ترجمي ۾ صرف ڪيو."




ديوان حروف تهجيءَ مطابق رديفن جي لحاظ ڪان رکيو ويو آهي. ديوان ۾ ڪل غزلن جو تعداد 316 آهي. ڊيمي سائيز ۾ 281 صفحن تي مشتمل هي ديوان سنڌي ادبي بورڊ، 1989ع ۾ شايع ڪرايو. جنهن جي قيمت 50 روپيا آهي.

**ديوان تسليم** (ڪتاب): ديوان تسليم علامہ مخدوم محمد معين ٺٽويءَ جي فارسي غزلن جو مجموعو آهي. علامہ مخدوم محمد معين ٺٽوي، شاهہ ولي الله جو شاگرد هو. وڏو عالم هجڻ سان گڏ شاعر بہ هو. مير علي شير قانع ٺٽوي 'مقالات الشعراء' ۾ لکي ٿو تہ: "علامہ مخدوم محمد معين ٺٽويءَ جو شان اگرچہ شاعريءَ کان تمام گهڻو بلند آهي، پر ڪڏهن ڪڏهن شعر بہ چوندو هو. سندس ڪلام ريختہ (اردو) ۽ فارسيءَ ۾ آهي. علامہ صاحب فارسيءَ ۾ 'تسليم' ۽ اردو (ريختہ) ۾ 'بيراڳي' تخلص ڪم آڻيندو هو. سندس فارسيءَ ۾ هڪ مڪمل غزلن جو مجموعو 'ديوان تسليم' جي نالي سان مشهور آهي. ديوان ۾ غزل رديفن مطابق الف- ب ترتيب سان رکيل آهن. ديوان ۾ ٻہ سؤ کان مٿي غزل آهن. سندس شاعريءَ ۾ تصوف جي گهڻي اپٽار آهي. تصوف جي باريڪ نڪتن سان ڀرپور سندس ڪلام متاثر ڪندڙ آهي. سندس شاعريءَ تي حافظ شيرازيءَ جو اثر غالب آهي. ديوان 'تسليم' ڪانسواءِ سندس ڪيترا غزل ۽ سلام مختلف قلمي نسخن ۾ بہ ملن ٿا. ديوان تسليم جوواحد هڪ قلمي نسخو سنڌي ادبي بورڊ جي قلمي نسخن ۾ موجود آهي، جيڪو اڄا تائين ڇپيو نہ ويو آهي.

**ديوان ٺهلرام کيمچند**: ديوان ٺهلرام ولد کيمچند 1836ع ڌاري ڪراچيءَ ۾ ڄائو. سندس والد ڪراچيءَ جو مشهور واپاري هو. هيءُ ٺٽي جي وزيراڻي خاندان مان هو. بندر روڊ تي ٺٽائي ڪمپائونڊ انهن وزيراڻين جو ٺهرايل آهي. ديوان ٺهلرام کيمچند ميٽرڪ پاس ڪرڻ ڪان پوءِ وڌيڪ پڙهڻ لاءِ بمبئي ويو، ڇاڪاڻ تہ ڪراچيءَ سميت پوري سنڌ ۾ ان وقت ڪو بہ ڪاليج نہ هو. سنڌ ۾ پهريون ڪاليج ڊي. جي ڪاليج (سنڌ آرٽس ڪاليج) ڪراچي ۾ 1887ع ۾ قائم ٿيو. 1887ع تائين سنڌ مان ڪل 16 شاگرد بمبئيءَ مان بي. اي جو امتحان پاس ڪري چڪا هئا، جن مان هڪ ديوان ٺهلرام کيمچند بہ هو، جنهن 1889ع ۾ سيڪنڊ ڪلاس ۾ بي. اي جو امتحان پاس ڪيو. هتان جي ماڻهن بمبئيءَ وڃڻ وقت پيش ايندڙ تڪليفن کي نظر ۾ رکندي سنڌ ۾ ڪاليج لاءِ ڪوششون ورتيون. انهيءَ تحريڪ جي اڳينءَ صف ۾ ٻين سان گڏ ديوان ٺهلرام چندو گڏ ڪرڻ ڪان وٺي حڪومتي لکپڙهہ تائين هر سطح تي ان تحريڪ ۾ حصو ورتو. انهيءَ تحريڪ جي نتيجي ۾ 17 جنوري 1887ع تي ڪاليج جو افتتاح ٿيو ۽ ڪاليج جي پهرئين بورڊ جي مقرري ٿي تہ هيءُ بہ ڪاليج ۾ غير سرڪاري ميمبر چونڊيو ويو. ڪراچيءَ ۾ بلدياتي نظام جي چوندن ۾ ديوان ٺهلرام شاگرديءَ واري دور ۾ حصو ورتو. ديوان ٺهلرام کيمچند 1886ع ۾ بمبئيءَ مان ايل. ايل. بي جو امتحان پاس ڪري ڪراچيءَ ۾ وڪالت شروع ڪئي ۽ سٺي وڪيل طور نالو ڪمايائين. 1882ع ۾ هن 'سنڌ سڀا' ٺاهي، جنهن ۾ سيٺ هرچندراءِ، ديوان اڌارام مولچند، حسن علي آفندي ۽ يوسف علي ميمبر ٿيا. ان دور ۾ هيءَ پهرين تنظيم هئي، جنهن ۾ هر مذهب ۽ فرقي جا ماڻهو شامل هئا. ان جماعت سنڌ جي سياسي، زرعي، تعليمي ۽ سماجي مسئلن تي ڪردار ادا ڪيو. ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي سطح تي ديوان ٺهلرام کيمچند، سيٺ هرچندراءِ ۽ بنگال جي اديب ۽ صحافي ناگيندر گپتا ڪراچيءَ ۾ هڪ سنگت جو بنياد رکيو هو، جنهن کي سنڌ سڀا جي حمايت حاصل هئي، ان پليٽفارم قائم ڪرڻ جو مقصد ڪراچي شهر جي ماڻهن ۾ شعور پيدا ڪرڻ، ڪين ميونسپالٽيءَ جي سطح تي سرڪاري ميمبرن جي مقابلي لاءِ تيار ڪرڻ ۽ خاص طور تعليم پاسي ڌيان ڏيڻ هو. هن سنگت جي پليٽفارم تان گڏجاڻين، ليڪچرن، ثقافتي ۽ سماجي



پروگرامن ۽ جلسن ۽ ناٽڪن وسيلي ماڻهن ۾ جاڳرتا پيدا ڪرڻ جي وڏي ڪوشش ڪئي وئي. 1887ع ۾ ميونسپالٽيءَ جي چونڊن ۾ ديوان ٿهلرام کيمچند، سيٺ هرچند راءِ ۽ ناگيندر گپتا کي ڪاميابي ملي. عوامي خدمتن جي بنياد تي ديوان ٿهلرام کيمچند کي مارچ 1896ع ۾ ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو صدر چونڊيو ويو. ميونسپالٽيءَ جي قائم ٿيڻ يعني 1852ع کان وٺي 1896ع تائين جملي 26 صدر ٿي گذريا هئا، جنهن مان هي پهريون سنڌي صدر هو. باقي سڀئي صدر انگريز رهيا هئا. 1896ع ۾ ڪراچي شهر ۾ پليگ جي مرض منهن ڪڍيو. تڏهن ديوان ٿهلرام صدر جي حيثيت ۾ ميونسپالٽيءَ جا ترقياتي ڪم روڪي، سرڪاري بجيٽ ماڻهن جون زندگيون بچائڻ لاءِ خرچ ڪئي ۽ ان ڪانسواءِ سرنديءَ وارن وٽان چندو ڪري مفت علاج ۽ کاڌي جون ڪيمپون قائم ڪيائين.

پليگ جو مرض 1897ع ۾ ٻيهر ظاهر ٿيو. 1896ع جي پيٽ ۾ اهو وڌيڪ خطرناڪ ثابت ٿيو. هزارين ماڻهو اجل جو شڪار ٿيا. ديوان ٿهلرام کيمچند پنهنجي پوري ٽيم سان ان مصيبت کي منهن ڏيڻ لاءِ وڏي جاکوڙ ڪئي. سندس انهن خدمتن جي عيوض سرڪار 21 مئي 1998ع تي ديوان ٿهلرام کيمچند کي سي. ايل. اي (C.L.E) جو خطاب ڏنو. شروع ۾ ديوان ٿهلرام کيمچند وزيراڻي ۽ پوءِ سيٺ هرچند راءِ وشنداس پارواڻي ڪراچي ميونسپالٽيءَ کي هڪ آدرشي ميونسپالٽي بنائڻ لاءِ تمام گهڻو پاڻ پتوڙيو. ٿهلرام کيمچند جي خدمتن جي اعتراف طور سيٺ هرچند راءِ برنس روڊ سان گڏ ٿهلرام کيمچند نالي سان هڪ ڌرمشالا ٺهرائي ۽ اهو پورو علائقو ٿهلرام مسافر خاني جي نالي سان مشهور ٿيو. ديوان ٿهلرام کيمچند ميونسپالٽيءَ جي ذريعي خدمتن ۽ سماجي ڪمن ڪرڻ کان سواءِ ملڪي سياست ۾ به حصو ورتو. ديوان ٿهلرام سياستدان سماج سڌار ۽ وڪيل سان گڏ هڪ صحافي ۽ اديب به هو. 1866ع ۾ سنڌ سرڪار پاران هفتيوار اخبار 'سنڌ سڌار' جاري ڪئي وئي. اڳتي هلي اها اخبار سنڌ سڀا جي هٿ هيٺ آئي ۽ اڳتي هڪ ٻي هفتيوار انگريزي 'اخبار سنڌ ٽائيمز' جي نالي سان 1889ع ۾ جاري ٿي. هنن ٻنهي اخبارن جو ايڊيٽر ديوان ٿهلرام ٿيو. ماڻهن ۾ جاڳرتا پيدا ڪرڻ لاءِ انهن ۽ ٻين اخبارن ۾ مضمون لکندو هو. ڪراچيءَ جي قومي ڪارڪن، اديب ۽ صحافي ديوان ٿهلرام کيمچند 72 سالن جي ڄمار ۾ آڪٽوبر 1905ع ۾ وفات ڪئي.

**ديوان پرڀداس آڏواڻي** (راءِ بهادر): ديوان پرڀداس آڏواڻي ولد شيوڪرام، حيدرآباد جي نوويدياله اسڪول (هاڻي اولڊ ڪئمپس) جو باني، 6 مئي 1866ع تي حيدرآباد، سنڌ ۾ پيدا ٿيو. سندس خاندان حيدرآباد جي سنڌي هندن جي هڪ مشهور عاملن مان هڪ هو. هن خاندان جي باري ۾ ناليوارو ليکڪ ڀيرومل آڏواڻي پنهنجي ڪتاب 'سنڌي هندن جي تاريخ' جي ڇاويهين باب ۾ لکي ٿو ته: "آڏواڻي خاندان وارا امرتسر ۽ ملتان ۾ به آهن. جيڪي 'اروڙ ونسي' سڏجن ٿا.



آڏواڻي خاندان مان هڪ وڏو ديوان آڏومل ولد لکومل ولد جسومل ملتان جي ڳوٺ لوهپور مان ميان نور محمد سان گڏ سنڌ ۾ آيو. انهن آڏواڻي خاندان وارن کي ميرن ٽالپرن، هيرآباد وارو علائقو ڏنو جيڪو پوءِ 'عامل ڪالوني' بڻيو. ديوان آڏومل ميان نور محمد وٽ شمشير زن (تلوار جهليندڙ) به هو ۽ پاڻ پنهنجي ٻن پٽن سميت مغلن جي لڙائيءَ ۾ مارجي ويو. ديوان پرڀداس آڏواڻيءَ جي خاندان جو شجرو انهن آڏواڻين کان شروع ٿئي ٿو. ديوان پرڀداس جي قائم ڪيل 'نوودياليه اسڪول حيدرآباد' ۾ اڳتي هلي 1951ع ۾ سنڌ يونيورسٽي قائم ٿي، جيڪا ڪراچيءَ مان منتقل ٿي. جڏهن سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري علامه آءِ آءِ. قاضي ڪئمپس ۾ منتقل ڪئي وئي ته نوودياله اسڪول 'اولڊ ڪئمپس هاءِ اسڪول' سڏجڻ ۾ آيو. هن تاريخي عمارت ۾ هن وقت صبح جي وقت سنڌ يونيورسٽيءَ جي زير اهتمام ڊاڪٽر اين. اي. بلوچ ماڊل اسڪول جا (ڪي. جي کان ٻارهين درجي تائين) ڪلاس هلن ٿا ۽ شام جو سنڌ يونيورسٽيءَ جي مختلف شعبن جا ڪلاس هلن ٿا.

پرڀداس، هن نوودياليه جو بنياد 1897ع تي وڌو هو. ديوان پرڀداس ننڍي هوندي کان ذهين، چالاڪ ۽ پڙهائيءَ ۾ پڙ هو. ابتدائي تعليم حيدرآباد انجنيئرنگ اسڪول مان حاصل ڪيائين. جتان هن پوري تعليم ۽ سکيا ورتي ۽ انجنيئرنگ جو امتحان پاس ڪيو. ديوان پرڀداس تعليم حاصل ڪرڻ بعد اريگيشن کاتي ۾ سرويئر مقرر ٿيو. انگريز سندس ڪارڪردگيءَ کان متاثر ٿيا. ديوان پرڀداس آڏواڻيءَ کي شروع کان ئي تعليم جي حاصلات ۽ سنڌ ۾ تعليم کي عام ڪرڻ جو شوق هو. هن اريگيشن جي نوڪريءَ مان انگريز آفيسر ايگزيڪيٽو انجنيئر مسٽر ٽامسن کان ناراض ٿي استعيفا ڏني. ان ڪانپوءِ ساڌو هيرانند جي نئين قائم ڪيل يونين اڪيڊمي اسڪول ۾ گڏ رهيو ۽ سيڪريٽري طور اسڪول جي ترقيءَ لاءِ جاکوڙ ڪيائين. جنهن بعد 1882ع کان 1884ع جي شروع ۾ 'نيو انگلش اسڪول' نالي سان هڪ نئون اسڪول کوليائين. ان ڪانسواءِ حيدرآباد ۾ ديوان کيمچند ۽ ديوان ليکراج جي کوليل پرائمري اسڪولن ۾ بنا اجرت جي پڙهائيندو هو. حيدرآباد ۾ ڪيترائي سال ميونسپالٽيءَ جو مشير رهيو. هن سرڪار پاران حيدرآباد جي شهرين تي هائوس ٽيڪس مڙهڻ جي مخالفت ڪئي ۽ سندس ڪوشش سان حيدرآباد ۾ مختلف ٻولين جا پرائمري اسڪول کليا، جن ۾ سنڌي اسڪول، اردو اسڪول، گجراتي اسڪول ۽ سنسڪرت اسڪول شامل آهن. ديوان پرڀداس کي ڇوڪرين جي تعليم جو به فڪر هو. ديوان پرڀداس ڇوڪرين ۾ اعليٰ تعليم جي ڦهلاءَ لاءِ ڊاڪٽر ربن سان گڏ 'نوڪنيا ودياليه' جي نالي سان ڇوڪرين جو اسڪول کوليو، جنهن ۾ مئٽرڪ تائين تعليم ڏني ويندي هئي. ان ڪانسواءِ لوڪل بورڊ جو ميمبر پڻ رهيو ۽ حيدرآباد جي ميونسپالٽي واري دور ۾ حيدرآباد ۾ صفائي سترائيءَ سان گڏ پڪن رستن، پارڪ لائيٽن ۽ فانوسن لڳرائڻ جا ترقياتي ڪم ڪيائين. عوامي ڀلائيءَ ۽ ترقياتي ڪمن ۾ ڀرپور حصو ورتائين. حيدرآباد جي ليڊي ڊفرن اسپتال جو سيڪريٽري ٿي رهيو. اسپتال جي ترقيءَ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيائين. ٻهراڙيءَ جي عورتن لاءِ دائپي (Maternity) جي ڪم جي سکيا ڏيڻ لاءِ اسڪول ۽ نرسنگ

سينٽر قائم ڪرايائين. غريب ٻارن جي مفت تعليم لاءِ اسڪولن جو مئنيجر ٿي رهيو، اهي اسڪول نولراءِ ۽ تاراچند جا جاري ڪرايل هئا. پريداس اعزازي مئجسٽريٽ پڻ رهيو.

ديوان پريداس هندو مسلم اتحاد جو حامي رهيو. 1932ع ۾ لال ڪريلاڻيءَ ۽ تُلسي ٻائيءَ جي ڪچهي وڃڻ بعد هندن ۽ مسلمانن ۾ مذهبي جذبات ڪري زبردست ڇڪتاڻ پيدا ٿي، پر ديوان پريداس ان مسئلي کي حل ڪرڻ ۾ وڏيون ڪوششون ڪيون. هن پنهنجن ساٿين سان گڏجي هندو مسلم فساد کي روڪيو ۽ ان ۾ ڪاميابي به حاصل ڪيائين. پريداس ڪيترائي فلاحي ڪم ڪيا، جن ۾ 1897ع ۾ حيدرآباد ۾ پليگ جي وبا



ديوان پريداس آڏواڻيءَ جي سماڌي

دوران مريضن جي علاج معالجي ۾ ڀرپور حصو ورتائين. 1908ع ۾ انفلوئنزا جي وبا ۾ ورتل مريضن جي علاج لاءِ خدمتون سرانجام ڏنائين. ان ڪانسواءِ هن سنڌ ۾ ’برهمو سماج‘ جو بنياد رکيو. هن تنظيم جو مقصد هندن ۾ وديا (تعليم) جو ڦهلاءُ، ستيءَ جي رسم ۽ نشي خلاف جدوجهد ڪرڻ هو. ديوان پريداس، بنگال جي مذهبي رهنما ’برهمانند ڪيشب چندر سين‘ جي لکڻين کان متاثر ٿي ’برهمو سماج‘ جو بنياد وڌو. اصل ۾ هيءَ تنظيم ڪلڪتي ۾ هئي ۽ ان جو باني ديوندر ناٿ ٽئگور هو، جيڪو نوبل انعام يافته شاعر رابندر ناٿ ٽئگور جو والد هو.

1891ع ۾ نندلال سين اڪيڊمي اسڪول ڇڏڻ کان پوءِ ’سنڌ سيمنري‘ نالي هاءِ اسڪول حيدرآباد ۾ قائم ٿيو. جنهن ۾ پريداس به شامل هو. ان ئي وقت ۾ پريداس پنهنجو هڪ عاليشان اسڪول کوليو، جنهن جو نالو ساڌو نولراءِ رکيو ويو. پر ديوان تارا چند جي سخت اعتراض تي ان جو نالو ڦيرائي نو ودياليہ رکيو ويو، جو ته اهڙيءَ طرح 1897ع ۾ نو ودياليہ جو بنياد پيو. ديوان پريداس نو ودياليہ جي تعمير ۽ ترقيءَ لاءِ سخت محنت ڪئي. اعليٰ آفيسرن سان تعلقات وڌائي ۽ سرڪار وٽان چڱي چوکي گرانٽ حاصل ڪئي. اهڙيءَ طرح نووديالیہ هاءِ اسڪول اوج تي پهتو ۽ حيدرآباد ۾ ان جون ٻارهن شاخون قائم ٿيون. 1900ع ۾ نووديالیہ کي هاءِ اسڪول جو درجو مليو. ديوان پريداس پاڻ به ان اسڪول ۾ اخلاقيات پڙهائيندو هو.

نووديالیہ جي هيءَ عمارت ٻه منزله آهي. عمارت جي مٿان هڪ وڏو ٽاور ڪلاڪ لڳل آهي، جيڪو پري کان ڏسڻ ۾ ايندو آهي. هي گھڙيال هر ڪلاڪ بعد وقت مطابق گهنڊ وڄائيندو آهي. نو ودياليہ اسڪول جي عمارت هڪ شاهي محل جو ڏيک ڏئي ٿي. ڪشادا ۽ وڏا ڪلاس روم، سائنس هال ۽ هڪ وڏو ڊرائنگ هال آهي. نو ودياليہ واري عمارت ۾ روشني ۽ هوا جو پورو انتظام ٿيل آهي. ڪمرن جون ڇتيون تمام مٿي ۽ انهن ۾ هوادان بادگير لڳل آهن. بلڊنگ جي چوڌاري ڪشادو ورانڊو آهي.

ديوان پريداس پاڻ هڪ انجنيئر هو ۽ مذهبي تعصب کان مٿانهون هو، ان ڪري هن نو ودياليہ جي نقشي ۾ اسلامي محراب، هندو مندر ۽ عيسائي چرچن جي نادر اڏاوتي نمونن جو سنگم بنارايو. عمارت جا محراب اسلامي طرز تعمير جو نمونو آهن. مٿي ڇت ۽ ان جي ڪنگرن جو نمونو هندو مندرن جي طرز تي بنايو ويو ۽ وڏي هال جون دريون ۽ ٽاور ڪلاڪ عيسائي چرچ جي نموني تي آهن. بمبئي سرڪار جي تعاون جي ڪري هن اسڪول لاءِ ڪيئي گرانٽون منظور ٿيون. انگريزن وٽ هن ودياليہ جي هاڪ پهچي وئي هئي. ان وقت هن اسڪول ۾ هڪ هزار شاگرد ۽ ماهر استاد هئا. ديوان پريداس جي ديانتداري علم دوستي ۽ انسان دوستيءَ کي ڏسي برطانيہ حڪومت سندس خدمتن جي قدر شناسي ڪندي، نو ودياليہ جي تعمير ۽ ترقيءَ ۾ سندس مدد ڪئي ۽ گڏوگڏ کيس ٽي هزار ايڪڙ زمين، سونو تمغو ۽ راءِ بهادر جو خطاب ڏنو. ديوان پريداس جي ڀائٽيي هزاري مل جي سازشي شڪايتن شروع ٿيڻ ڪري نو ودياليہ جا فنڊ بند ٿي ويا. جيڪو نو ودياليہ جو سپروائيزر هو. ديوان پريداس وڏين مشڪلاتن کي منهن ڏنو ۽ ان بد نيت انسان هزاري مل تي خرد برد جا الزام ثابت ٿيا ۽ جيل حوالي ٿيو.

راءِ بهادر ديوان پريداس کي پنهنجي ڀائٽيي جي ان ڪم تي دلي صدمو پهتو. هن ڳرا قرض کڻي اسڪول جو ڪار وهنوار هلايو. پر اسڪول ڏينهون ڏينهن خساري جو شڪار ٿيندو رهيو. آخرڪار حيدرآباد جي ڪليڪٽر مسٽر گوپ (جيڪو نو ودياليہ ائسوسيئيشن جو پريزيڊنٽ هو) کي دست اندازي ڪرڻي پئي. اسڪول تي اڌ لک قرض رهجي ويو، جنهنڪري سرڪار پنهنجا فنڊ بند ڪري ڇڏيا. اسڪول جو نظام جام ٿي ويو. اهڙي طرح راءِ بهادر ديوان پريداس جي دل ٽٽي پئي. راءِ بهادر ديوان پريداس کي ٽي پٽ ۽ هڪ ڌيءَ هئي، جن ۾: سندر داس، نرملداس ۽ ولبداس ۽ هڪ ڌيءَ رڪمڻي ٻائي هئي.

ديوان پريداس، 20 مئي 1939ع تي شام جو ٽين وڳي وفات ڪئي. سندس سماڌي نو وديالہ (موجوده ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ماڊل اسڪول) جي اڱڻ ۾ موجود آهي.




**ديوان پير (ڪتاب)**: هي ديوان، مشهور بزرگ، شاعر، خانقاهه قادريہ جيلانيہ مڪلي ۽ درگاهه نورائي شريف، ضلعي حيدرآباد جي سجاده نشين، سيد پير غلام جيلاني شاهه جي شاعريءَ جو ڪتاب آهي، جيڪو فقير علي اڪبر ميمڻ ترتيب ڏنو آهي. پير غلام جيلاني شاهه، سيد پير زين العابدين شاهه ’زينل‘ جو فرزند آهي، جيڪو پڻ پنهنجي وقت جو قادرالڪلام شاعر ٿي گذريو آهي. پير غلام جيلاني شاهه،

شاعريءَ ۾ تخلص ’پير‘ ڪم آڻيندو آهي. سندس هن ديوان تي ابتدائي ٻه اکر فقير علي اڪبر ميمڻ ’اڃا آهن اوطاقن ۾‘ عنوان سان لکيا آهن. جڏهن ته مهاڳ امداد حسينيءَ ’عشق اسان جو آهه استاد‘ عنوان سان لکيو آهي. ان کان سواءِ نصير مرزا، پير غلام مجدد سرهندي (بابا سائين) ۽ حميد سنڌي پڻ هن ڪتاب تي پنهنجو اظهار ڪيو آهي. ان کان پوءِ پير غلام جيلاني ’پير‘ جا الف ب وار غزل ڏنل آهن. جيڪي صفحي 65 کان صفحي 504 تائين شامل آهن. غزلن جو مطالعو ٻڌائي ٿو ته پير صاحب قادرالڪلام شاعر آهي. کيس عروض تي مڪمل مهارت حاصل آهي.

پير غلام جيلاني شاعريءَ جي ٻين صنفن تي به لکيو آهي، پر هن ڪتاب ۾ سندس غزل درج آهن، جن ۾ حقيقت ۽ مجاز جا ٻئي رنگ شامل آهن. سندس ڪلام ۾ تصوف، انسانيت ۽ روحانيت جا رنگ ڀريل آهن. سندس غزلن جون ڪجهه سٽون نموني طور هيٺ ڏجن ٿيون:

سوا مطرب نه ڪو سمجهي سُريلي ساز جون ڳالهيون،
ڀلا اڻڄاڻ ڇا ڄاڻن، اسان جي راز جون ڳالهيون.

-

سنڌ منهنجو ساهه آهي، سنڌ منهنجي جان يارا!
سنڌ عاليشان منهنجو، سنڌ آ ايمان يارا!

ڊيمي سائيز جي 504 صفحن ۽ خوبصورت ٽائيٽل واري هن ڪتاب جي بئڪ ٽائيٽل تي پير غلام جيلاني ’پير‘ جي پنهنجي اٺونجاهين سالگرهه جي موقعي تي چيل هڪ انمول شعر موجود آهي، جنهن ۾ هن پنهنجي سموري سوانح ۽ زندگيءَ جي گذريل سالن جو نچوڙ سيڪندن، منٽن، ڪلاڪن، ڏينهن، هفتن، مهينن ۽ سالن جي تفصيل سان منظوم پيش ڪيو آهي، جيڪو شعري فن جو هڪ اعليٰ نمونو آهي. هن ڪتاب جي قيمت 250 روپيا آهي، ۽ جيلاني پبليڪيشن مڪليءَ پاران سال 2006ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي.

**ديوان جعفري (ڪتاب)**: هي اردو غزلن جو ديوان سنڌ جي آخري تاجدار مير محمد نصير خان ٽالپر جو چيل آهي، جنهن جو ذڪر ’تڪملهٔ مقالات الشعراءِ‘ ۽ ٻين مستند ڪتابن ۾ آهي، هي ديوان اڃا تائين قلمي صورت ۾ سنڌ جي نامور اديب، محقق ۽ شاعر مرزا عباس علي بيگ جي ڪتبخاني ۾ موجود آهي، اهو ديوان مرتب به مرزا عباس علي بيگ جو ڪيل آهي. هن ديوان ۾ 150 کان مٿي غزل، 12 مسدس، 5 مخمس ۽ هڪ مثلث اردو ٻوليءَ ۾ آهن. هي ديوان مير نصير خان ڪلڪتي ۾ نظر بنديءَ واري دور ۾ تصنيف ڪيو ۽ انهيءَ ديوان جي مڪمل ڪرڻ کانپوءِ مير نصير خان ٽالپر جلد وفات ڪري ويو. ديوان ترتيب جي لحاظ کان حروف تهجي الف- ب ترتيبوار رديفن مطابق رکيل آهن.

ديوان ۾ موجود شعر نهايت ئي درد انگيز ۽ ڏک جهڙا آهن. ڪٿي ڪٿي مير نصير خان ٽالپر غزلن ۾ پنهنجي جلاوطنيءَ ۽ نظربنديءَ بابت درد ڀريا شعر چيا آهن. هڪڙو مسدس حضرت عباس ابن علي عليه اسلام جي شان ۾ به آهي، جنهن ۾ مير صاحب هر بند ۾ قيد مان آزاد ٿيڻ ۽ وطن ورڻ جي دعا گهري آهي.

**ديوان جيٺمل**: سنڌ جي ٽالپر حڪمرانن جي ايامڪاريءَ ۾ سنڌ تي هڪ نه پر گهڻيون حڪومتون هيون. ناليءَ ۾ پڳدار حيدرآباد جو مير فتح علي خان ٽالپر هو پر حقيقت ۾ حيدرآباد، ميرپورخاص ۽ خيرپور وارن جون جدا جدا حڪومتون قائم هيون. ان سان گڏ هر هڪ حڪمران گهر جي جدا جدا ڀاتين جون الڳ الڳ ننڍڙيون رياستون به هيون. ڪڏهن ڪڏهن هڪڙي تعلقي ۾ يا هڪڙي شهر ۾ گهڻن ميرن جون پتيون هونديون هيون، جنهن تان سندن اڪثر رنجشون ۽ جهڳڙا ٿيندا رهندا هئا.

جڏهن سنڌ جي سڀ کان سهڻي ۽ شاهوڪار شهر شڪارپور جو قبضو پٺاڻن کان موٽي سنڌين کي مليو، تڏهن ان ۾ خيرپور ۽ حيدرآباد جي مير حاڪمن پنهنجون الڳ الڳ پتيون رکيون. شهر جا اٺ دروازا هوندا هئا، جتان اهي پنهنجي پتيءَ جو محصول اڳاڙائيندا هئا. ٽالپر حاڪمن جي آخري ڏينهن ۾ خيرپوري ميرن جو شڪارپوري عملدار، پڳ ڏٺي مير رستم خان ٽالپر جي حيدرآباد ڏانهن ڀاڄ جو ٻڌي، شهر ڇڏي ڀڄي ويو. انگريزن جي ڇاڙتي مير علي مراد خان پنهنجي وزير شيخ علي حسن جو مائٽ شيخ غلام حيدر شڪارپور جو ڪليڪٽر ڪري موڪليو. جنهن اچي خيرپور جي حصي واري ٽن پتين جي حڪومت تي قبضو ڪيو. اها خبر ٻڌي ٻئي خيرپوري مير نصير خان ٽالپر پنهنجو ماڻهو خدايار خان پٺاڻ شڪارپور تي چاڙهي موڪليو. جيڪو شهر جو گهيرو ڪري ويهي رهيو. خدايار خان پٺاڻ ۽ شيخ غلام حيدر جي جهيڙي ۾ شڪارپور جا ماڻهو ڏاڍا تنگ اچي ٿيا. ان وقت شڪارپور ۾ حيدرآباد جي ميرن جون پنج پتيون هيون. جن جي وصوليءَ لاءِ شڪارپور ۾ سندن به عملدار سيد ابراهيم شاهه ۽ ديوان جيٺمل رهندا هئا. ابراهيم شاهه بابت تاريخون خاموش آهن. البت ديوان جيٺمل جي وڏي هاڪ هئي. سندس نالو ۽ سرڪاري لقب ’ديوان سهمامت نشان جيٺمل‘ هو.

شهر جي ابتر حالت ڏسي ديوان جيٺمل، خيرپور جي ميرن پاران موڪليل شيخ ۽ پٺاڻ عملدارن کي شهر مان لوڏي ڪڍيو ۽ خيرپوري مير صاحبن جو جيڪو حصو ٿيو اهو گڏ ڪري سڌو خيرپور دربار ۾ پهچايائين. آخرڪار مير علي مراد خان ٻي فوج موڪلي، جنهن اچي مير نصير خان ٽالپر جي ماڻهوءَ کي هٽائي، شيخ غلام حيدر کي خيرپورين جي حصي تي قابض ڪرايو.

سنڌ ۾ ٽالپر راڄ جا پويان پساهه ڏسي قلات جي حاڪم سنڌ طرف وڌڻ شروع ڪيو. ديوان جيٺمل کي اطلاع پهتو ته روجهاڻ جي قلعي تي قلات وارن چڙهائي ڪئي آهي. هن هڪدم پنهنجي پٽ نوتن داس کي فوج سان گڏ روجهاڻ ڏياري موڪليو، ته جيئن قلعي تي قبضو ڪري ان کي بچائي. اڃا نوتن داس جا سپاهي واٽ ۾ ئي هئا ته حيدرآباد مان ميرن جو هدايت نامو ديوان جيٺمل کي اچي پهتو ته، ”انگريزن سان ڳالهيون هلن پيون، پر سندن نيت خراب ڏسجي ٿي، خبر ناهي ته ڇا ٿئي، ان ڪري لشڪر گڏ ڪري تيار ٿي ويهه. متان مير علي مراد خان ۽ سندس آقا انگريز حملو نه ڪن.“ انگريزن ۽ سندن ڇاڙتي مير علي مراد خان ٽالپر لاءِ شڪارپور ۾ حيدرآباد جي ميرن جو قبضو ڄڻ ته ’ڪُڪ ۾ ڪانُ‘ هو. ان ڪري انگريزن حيدرآباد تي حملي ڪرڻ کان اڳ شڪارپور کي صاف ڪرڻ ضروري ٿي سمجهيو. هنن سوچيو ته لاڙ جي پڳدارن ميرن جو گهر ڦٽو پيو آهي، مير شير محمد ٽالپر ۽ مير صوبدار وارا هڪ پاسي ته مير نصير ٽالپر وارا ٻئي پاسي، ٻنهيءَ جون هڪٻئي تي انگريز ريزيڊنٽ وٽ داد

فرياد لاءِ دانهون شروع ٿيون. ان ڪري انگريزن سمجهيو ته سنڌن حملي جي خطري سبب لاڙ (سنڌ) جا مير پنهنجي پڳ بچائڻ ۾ پورا هوندا، باقي رهيو شڪارپور جو ديوان چيئنمل، ان کي هڪل ڪبي ته هو رات وچ ۾ شهر ڇڏي ويندو. اهو سوچي هنن پنهنجي ايجنٽ شيخ غلام حيدر کي چيو ته هو ديوان چيئنمل کي پڇائي ڪري. شيخ غلام حيدر ڏٺو ته ديوان چيئنمل وارا حيدرآبادي مير پنهنجيءَ پڳ بچائڻ ۾ پورا آهن، مون وارو مير علي مراد خان، انگريز فيل مست جو ساٿي آهي. ان ڪري ديوان چيئنمل ۽ انگريز بهادر جو تاب جهلي نه سگهندو. ان ڪري هن ديوان کي چوائي موڪليو ته "ٽالپر حڪمران پاڻ ۾ وڙهي پيا آهن. انگريز بهادر به تو وارن مير صاحبن تي رنج آهي، متان سپاٽي ڪا جنگ ڇڙي پوي، ان ڪري تون به مير رستم جي پناهه عملدار وانگر پاسيرو ٿي وڃ. تنهنجو پگهار ۽ ضرورتون انگريز صاحب بهادر ۽ مير علي مراد خان پوريون ڪندا."

پر ديوان چيئنمل ڪنهن ٻيءَ مٽيءَ جو ٺهيل هو. هو مير علي مراد ۽ مير صوبيدار وانگر غدار نه هو، جو 'سون تي سيڻ' مٽائي. انگريز ۽ سنڌن چاڙتي غلام حيدر، ديوان چيئنمل جي قومي غداريءَ ۽ غيرت کان آگاهه نه هئا.

انگريزن ۽ حيدرآباد جي ٽالپر حڪمرانن جي وچ ۾ مياڻيءَ کان اڳ، پهريون فوجي ٽڪراءُ شڪارپور ۾ ٿيو. انگريزن پنهنجي چاڙتي مير علي مراد ٽالپر جي فوج هٿان حيدرآباد جي ميراڻي فوج کي شڪارپور مان بيدخل ڪرڻ لاءِ مهم شروع ڪئي. حيدرآبادي ميرن جي ڪيترن ماڻهن کي قيد ڪري ڪين وچ بازار تنگي مارون ڏنيون ويون. ديوان چيئنمل هڪدم جوابي ڪارروائي ڪئي. شڪارپور جي گهٽين ۾ ڪيترا ڏينهن دوبدو مقابلا ٿيندا رهيا. مير علي مراد خان جي فوج ديوان چيئنمل کي بيدخل ڪرڻ ۾ ناڪام وئي. چڱا مڻا وچ ۾ پيا، جنهنڪري ٻنهي ڌرين هڪٻئي جا قيدي واپس ڪيا، پر شيخ غلام حيدر واعدي جي ڀڃڪڙي ڪندي ديوان چيئنمل جو هڪ ماڻهو ڪونه موٽايو. جنهن تي ديوان چيئنمل باهه ٿي پنهنجن ماڻهن کي حڪم ڏنو ته شيخ غلام حيدر کي نه ڇڏيو وڃي. ديوان جي فوج جا جوان اگهاڙيون تلوارون ڪڍي مير علي مراد جي سپاهه تي وڃي ڪڙڪيا، ڪين ماري، قيد ڪري، پنهنجا قيدي آزاد ڪرائي آيا ۽ شيخ غلام حيدر جو جنگي ساز سامان به کڻي آيا. اهڙيءَ طرح شڪارپور ۾ حيدرآبادي سرڪار جي فوج بدران خود انگريزن جا ايجنٽ بيدخل ٿي ويا. ديوان چيئنمل جي بهادري ڏسي آسپاس جا ماڻهو سنڌس فوج ۾ اچي داخل ٿيڻ لڳا. سکر ۾ ويٺل انگريزن جا ڪن ڪڙا ٿي ويا. هنن سمجهيو هو ته اپر سنڌ ۾ سنڌن مددگار مير علي مراد خان ويٺو آهي، پر ديوان چيئنمل جي ڪارروائيءَ سنڌن ننڊ ڦٽائي ڇڏي. ان دور جو تاريخ نويس منشي عطا محمد لکي ٿو ته، "ديوان جي فوجي طاقت ڏسي سکر جي ڇانوڻيءَ ۾ ڏاڍي هيبت ۽ هراس ڦهلجي ويو. انگريزن مڪمل احتياط ۽ چوڪسي اختيار ڪئي. ايتري قدر جو سکر-شڪارپور رستي تي فوجي مورچا کڙا ڪيا ويا. انگريز ڀُليل ڪونه هئا، ديوان چيئنمل جي واقعي نيت خراب هئي. شڪارپور ته شڪارپور جي ماڳ رهي، هن رٿ رٿي ته انگريز جيڪڏهن حيدرآباد تي حملو ڪن ته هو وري سنڌن هيڊڪوارٽر يعني سکر تي حملو ڪري، سنڌن پوئتي موٽڻ جي راهه بند ڪري."

منشي عطا محمد وڌيڪ لکي ٿو ته ديوان چيئنمل حيدرآباد جي ميرن جي ٻئي حڪم جي انتظار ۾ ويٺو هو. هن چاهيو ٿي ته جيڪڏهن متان ٻيو حڪم آيو ۽ انگريزن سان لڙائيءَ جو حڪم صادر ٿيو ته چار پنج سئو بلوچ ۽ ٻيا 'ٽارو' سيٺاڻن تي درياهه رستي، سکر ڇانوڻيءَ ڏانهن موڪلجن ۽ پاڻ ٻئي پاسي کان حملو ڪري. هن ڪجهه درويش عالمن ۽ قاضين کي گهرائي ڪين قيمتي خلعتون ڏئي چيو ته، "اڄوڪو ڏينهن جهاد جو ڏينهن آهي، ان ڪري اوهان انگريز نصارن خلاف اسلامي لشڪر جا اچي پيش امام ٿيو."

ديوان چيئنمل اڃا اهي رٿون پئي رٿيون ته مٿان مياڻيءَ جي جنگ جي خبر آئي ته مير صاحب هارائي، قيد ٿي ويا آهن. منشي عطا محمد لکي ٿو ته اها خبر ٻڌي ديوان چيئنمل جي چيلهه ٽٽي پئي، پر هن ظاهري دٻدٻو نه ڇڏيو سنڌس ايڏي ڏيا ۽ دٻدٻو هو، جو سنڌس حڪم جي خلاف ورزي ڪرڻ جي ڪنهن کي به مجال نه ٿي. هن شڪارپور ۾ وڌيڪ وقت رهڻ مناسب نه سمجهي، شڪارپور کان ڳڙهي ياسين جي واٽ ورتي ۽ ديهه ترودرگان ۾ اچي خيما کوڙي، ميرن جي خبرن جو انتظار ڪرڻ لڳو. اتي مير علي مراد خان جو ايلچي سدورو خان وٽس نياپو کڻي پهتو ته "حيدرآبادي مير ختم ٿي ويا. هاڻي انگريزن ۽ مير علي مراد خان ٽالپر جي بادشاهي آهي. مير صاحب جو چوڻ آهي ته ضد ڇڏي مون وٽ اچ ته توکي وڏو عهدو ڏيان." ديوان چيئنمل کيس کٽو جواب ڏنو ته "مان جنهن طرف آهيان، تنهن طرف آهيان، تنهن طرف ئي رهندس، پر پنهنجي دوستن جي دشمنن جو عهدو قبول نه ڪندس". ان بعد ديوان محال مبارڪپور وٽان ٿيندو موٽي ڳڙهي ياسين آيو. مير علي مراد خان ٽالپر، ديوان چيئنمل جو جواب ٻڌي باهه ٿي ويو ۽ پنهنجي فوج کي حڪم ڏنائين ته "ديوان کي ختم ڪيو". ديوان چيئنمل ڳڙهي ياسين پهتو ته شڪارپور طرفان ته شيخ غلام حيدر جي اڳواڻيءَ ۾ مير علي مراد خان ٽالپر جي فوج کيس اچي گهيرو ڪيو. ڇتي جنگ لڳي. ديوان چيئنمل صبح کان شام تائين ٻي جگريءَ سان مقابلو ڪندو رهيو. آخر شام ڌاري هن مير علي مراد جي فوج تي اهڙو زبردست حملو ڪيو، جنهن مير صاحب جي فوج جا پير اکوڙي ڇڏيا ۽ اهي توپون ۽ هٿيار ڇڏي سر بچائي وٺي ڀڳا. فوجين مان ڪيترائي قيد ٿي پيا، جن مان ڪيترن کي چيئنمل جيئدان ڏئي گهر موڪلي ڇڏيو.

ديوان چيئنمل اتان سلطان ڪوٽ ويو، جتي اَن جا سرڪاري گدام ڪولائي فوج ۾ ورهائي ڏنائين. هن جو ارادو هو ته هو مبارڪ پور جي قلعي ۾ هيڊڪوارٽر ناهي ويهي ۽ جيڪڏهن حيدرآباد جا ميريا مير شير محمد خان ٽالپر ڪا مڙسي ڏيکارين ته ساڻن گڏجي مير علي مراد ٽالپر ۽ انگريزن کي ٽوٽا چٻائي. انهيءَ وچ ۾ هن تائين ٻي منحوس خبر اچي پهتي ته مير شير محمد ٽالپر دٻي جي لڙائيءَ ۾ شڪست کائي چڪو آهي. مير علي مراد خان جي هيگهي مچي وئي. دٻي جي جنگ ۾ انگريزن جي فتح کان پوءِ وڏو ڪٽڪ وٺي لاڙڪاڻي اچي پهتو، چو ته هاڻي اپر سنڌ غداريءَ جي انعام طور سنڌس ملڪيت هئي، هو لاڙڪاڻي مان شڪارپور آيو. چون ٿا ته کيس پير ميان علي گوهر بنگلي ڏٽيءَ جي به مدد حاصل هئي. شڪارپور سنڌ جي پئرس ۾ مير علي مراد خان ٺٽ سان اچي رهيو. ديوان چيئنمل کي سنڌس صلاحڪارن، مير علي مراد خان سان ٺهي هلڻ جو چيو، پر هن غيرتمند شخص اها صلاح نه مڃي. جڏهن حيدرآباد مان ڪا پهر نه پهتي ته ديوان چيئنمل شڪارپور جا وڻ ڇڏي ٻئي لشڪر کي موڪل ڏئي، ٻن سئو سوارن سان ڪاڇي طرف روانو ٿيو ۽ جهل مگسيءَ جي سردار احمد خان مگسيءَ وٽ وڃي ترسيو. پٺيان مير علي مراد جي ايلچي ملان محمد تنيي، احمد خان مگسيءَ کي اچي چيو ته "ديوان انگريز بهادر ۽ مير صاحب جو باغي آهي، ان

جي ٻانهن ڏيو.“ مگسيءَ ڏنو تہ ههڙي بهادر شخص کي تنهن تان ٻڌائي ڏنم تہ ستن پيڙهين تائين ٽِڪو نہ لهندو. ان ڪري ايلچيءَ کي صاف جواب ڏنائين تہ ”پهريائين آءٌ ٻڌبس، پوءِ ديوان ٻڌبو“. ديوان چيئمل ڪجهہ ڏينهن اتي رهي، ولي محمد خان چانڊيي وٽ اچي ترسيو، جنهن وٽ ٻار ٻچا سام ڇڏيائين ۽ پاڻ منزلون هڻي وڃي قنڌار پهتو. پٺاڻ سردارن سندس آڌرڀاءُ ڪيو، پر هن کنهن تي ٻار ٿي رهڻ پسند نہ ڪيو. اتي هڪ لک روپين جو واڪ ڏئي قنڌار جي محصول جو ٺيڪو کنيائين. ٻہ ٽي مهينا ڪم ڪيائين. پٺاڻ سردارن اڳوڻن ٺيڪيدارن کان لک وڏيڪ وٺي ديوان چيئمل کي چيو تہ ”تنهنجو ٺيڪو ختم، اسان کي هڪ لک وڏيڪ مليو آهي تو ٽي چار مهينا ڪم ڪيو آهي. ڪجهہ رقم وٽ ۾ ٺيڪو ڇڏ“. ديوان چيئمل پرديس ۾ ڪري بہ ڇا ٿي سگهيو. لاچاريءَ ۾ اها مختصر رقم وٺي هڪ قافلي سان گڏ قنڌار مان روانو ٿيو. پٺاڻ سردارن ديوان جهڙي سٽيي شڪار کي ائين هٿ مان ڇڏڻ ڪٿي ٿي چاهيو. هنن سندس پٺيان ڪٽڪ ڏياري موڪليو، جيئني کي واٽ تي سردارن جي فوج اچي پهتي. هن قافلي وارن کي غيرت ڏياري، جن بہ مڙسي ڪئي. ڏيڍ هزار مڙس مقابلي لاءِ تيار ٿي ويا. دغاباز سردارن جي فوج همت نہ ساري واپس موٽي وئي. ديوان چيئمل اتان ملتان پهتو ۽ ملتان جي گورنر ديوان مولچند وٽ ڪجهہ ڏينهن ترسيو. اتي ٻڌائين تہ مير شير محمد ٽالپر لاهور ۾ آهي، سو وڃي ساڻس مليو، پر مير صاحب کيس ٻڌايو تہ هاڻي صورتحال بدلجي وئي آهي ۽ انگريزن سان مقابلو ڪري نٿو سگهجي.“ مير صاحب حال آهر سندس مدد ڪئي. پوءِ ديوان چيئمل لڌيانہ کان ٿيندو وڃي ڪلڪتي پهتو، جتي سنڌ جا مير صاحب، مير نصير خان ۽ ٻيا قيد هئا. هن ڏاڍي ڪوشش ڪئي تہ اتي ڪو ڪاروبار ڪري، قيدي ٽالپرن جي خدمت ڪري، پر اهڙو بندوبست ٿي نہ سگهيو ۽ لاچار خشڪيءَ رستي موٽي پنهنجي وطن آيو. لاڙ (سنڌ) تي انگريز قابض هئا، چؤطرف انگريزي راڄ هو، ميراڻي حڪومت جو آخري جهڙو تهڙو نشان وڃي خيرپور رياست رهي هئي. ديوان چيئمل جي غيرت انگريزن جي راڄ ۾ رهڻ گوارا نہ ڪيو، جنهنڪري کهي اچي خيرپور رياست پهتو، جتي مير علي مراد کيس سرڪاري مهمان ڪري رهايو. تاريخ نويس منشي عطا محمد لکي ٿو تہ، ”مير صاحب ممدوح جا درٻاري عملدار، ديوان چيئمل جي اچڻ ڪري ڙرتلي ۾ اچي ويا ۽ انهيءَ خوف ۽ هراس ۾ پئجي ويا تہ هاڻي اسان جو ڇا ٿيندو؟!“ پر ديوان چيئمل ملازمت ڪرڻ ڪونہ آيو هو. هن جي دل ٽٽي پئي، متير مڙس هو، هنيانءَ جي ڏيڍ تي پئي هليو. سندس وطن ڌارين جي چنبي ۾ قيد هو. انگريزن جي راڄ مان کيس رت جي ٻوءِ پئي آئي. وطن کان ٻاهر وڃي رهڻ هن غيرتمند ۽ محب وطن شخص لاءِ ناممڪن هو. ان ڪري وطن واپس وريو هو، پر غلام ٿي رهڻ لاءِ نہ. وطن ورڻ بعد ڪجهہ ڏينهن بعد هو گذاري ويو، ڇڻ تہ هو پنهنجو مڙهہ وطن جي مٽيءَ ۽ پاڻيءَ حوالي ڪرڻ لاءِ موٽيو هو.

تاريخ نويس عطا محمد شڪارپوري کيس هيلين لفظن ۾ خراج تحسين پيش ڪيو آهي: ”ديوان چيئمل جيتوڻيڪ هندو هو، پر پوين پساهن تائين بہ سورهيائي ۽ مردانگي هٿان نہ ڇڏيائين.“

سنڌ جو دانشور رسول بخش پليجو لکي ٿو تہ، ”هن دؤر جو تاريخ نويس چئي سگهي ٿو تہ چيئمل سنڌ جو حلالي ۽ غيرتمند پٽ هو.“

(حوالو: رسول بخش پليجي جي مضمون ’چيلو واڻيو‘ جو اختصار، ماهوار تحريڪ، سيپٽمبر 1973ع)

**ديوان حافظ** [1] (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ايران جي عظيم صوفي شاعر حافظ شيرازيءَ جي شاعري جو ديوان آهي، جيڪو مشهور اُستاد محمد يعقوب ’نياز‘ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ حافظ شيرازيءَ جي چونڊ شاعري ڏنل آهي جنهن کي ترجمي نگار نهايت ئي برجستگيءَ سان سنڌيءَ ۾ آندو آهي. ڪتاب ۾ حافظ جي فارسي غزلن جي سامهون سنڌي شائستہ نثر ۾ انهن جو ترجمو ڏنو ويو آهي. ڪتاب جي شروعات ۾ ترجمي نگار پيش لفظ ۾ ڄاڻايو آهي تہ: ”جڏهن اسان جي نسل تي اهو بار پيو تہ ايندڙ نسلن کي علم ۽ ادب جو شعور منتقل ڪريون، تڏهن اسان مان انهن، جن مغربي ٻوليون انگريزي، فرينچ وغيره سکيون، تن انهن ٻولين جو ادب سنڌيءَ ۾ پلٽائي وڌو ۽ مون جهڙن، جن جي انهن ٻولين تائين رسائي نہ ٿي سگهي، تن وري فارسي ادب مان چونڊي چڱيون چڱيون شيون سنڌيءَ ۾ آڻڻ جو سوچيو.“ ڪتاب ۾ ليکڪ جي تعارف سميت حافظ شيرازيءَ جي جامع سوانح عمري بہ ڏنل آهي. ٻہ رنگي ٽائيٽل سان، ڪرائون سائيز ۾ 150 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جو ملهہ 10 رپيا آهي. جيڪو آگم پبلشنگ ايجنسي حيدرآباد 1983ع ۾ ڇپرائي پڌرو ڪيو.




**ديوان حافظ** [2] (ڪتاب): ديوان حافظ نامور شاعر سيد محمد حيات شاهہ جي سنڌي غزلن جو مجموعو آهي. سيد محمد حيات شاهہ ’حافظ‘ پنجاب جي شهر جهنگ ۾ پيدا ٿيو. عشق جي چوٽ لڳڻ سبب هندستان گهميو ۽ نابين ٿي ويو. 1910ع ۾ سنڌ ۾ آيو ۽ حيدرآباد اچي هميشہ لاءِ آباد ٿيو، جنهن لاءِ چوي ٿو:

مون کي سرزمين سنڌ ۽ هند مان،
وڻي سين ڪان حيدرآباد سنڌ.

هي هميشہ چوندو هو تہ، منهنجو اباڻو وطن پنجاب آهي ۽ منهنجو وطن سنڌ آهي. هي حيدرآباد جي مشاعرن، خاص طرح سنڌي مسلم سوسائٽي جي مشاعرن ۾ شريڪ ٿيندو هو. هن شعر و شاعريءَ جي مختلف صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي، پر غزل ۾ کيس چڱي خاصي مهارت حاصل هئي. سندس ديوان ۾ غزل رديفن مطابق الف. ب وار ترتيب سان رکيل آهن. هن جي غزلن ۾ سادگي، صفائي ۽ سلاست آهي. سندس ديوان آزاد بڪ ڊيپو حيدرآباد طرفان ديوان حافظ جي نالي سان 1950ع ۾ شايع ٿي چڪو آهي. ڊيمي سائيز جي 90 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي ڪا بہ قيمت ڄاڻايل نہ آهي.



**ديوان حافظ شيرازي** (ڪتاب): ايران جي نامور غزل گو شاعر خواجه حافظ شيرازيءَ جي غزلن جو مجموعو 'ديوان حافظ شيرازي' سڏجي ٿو. حافظ شيرازيءَ جو اصل نالو خواجه شمس الدين محمد هو ۽ هن پنهنجو تخلص 'حافظ' ان ڪري رکيو هو، جو هو قرآن مجيد جو حافظ ۽ تفسير جو ماهر هو. سندس هڪ شعر آهي:

ندیدم خوشتر از شعرِ تو حافظ،
بہ قرآنی کہ اندر سینہ داری۔

حافظ شيرازي فارسي غزل ۾ حرف آخرجي حيثيت رکي ٿو. 'ديوان حافظ' جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته حافظ نه رڳو غزل کي هڪ شعري صنف ۽ صنعت طور منفرد مقام ڏنو ۽ ان ۾ عجب جهڙا تجربا ڪيا، پر انسان جي جذبن ۽ احساسن جي لطافت کي لفظن ۽ معنيٰ جا اهڙا لباس پهرايا آهن، جو ڪي ڪي شعر پڙهي، سندس زبان جي شيريني ۽ لطافتن تي واهه واهه ڪندي، پڙهندڙ سندس معنوي گهراين ۽ استعارن جي وسعت ۾ گم ٿيو وڃي.




عالمن فارسي شاعريءَ جا چار زمانا مقرر ڪيا آهن: (1) رودڪي، اسدي طوسي، عنصري، فرخي ۽ فردوسيءَ جو زمانو، (2) خاقاني، انور، نظامي، حڪيم سنائي، مولانا روم ۽ عمر خيام جو زمانو، (3) سعدي، امير خسرو ۽ حافظ شيرازيءَ جو زمانو (4) فيضي، عرفي، نظيري وغيره جو زمانو. حافظ ٽئين زماني جو شاعر هو، جڏهن غزل کي ڪمال حاصل هو. سندس غزل گوئيءَ جي شهرت هنڌين ماڳين هئي.

حافظ جي غزلن ۾ صنعت گري ۽ سينگار آهي. سندس غزلن ۾ جذبات ۽ آتم ڪهاڻيءَ جو بيان آهي، سوز و گداز جي جن منزلن مان دل گذري ٿي، اُن جون تصويرون آهن. روح تي گذرندڙ وارداتن جو ذڪر آهي، اهو ئي سبب آهي ته صنعت گري ۽ سينگار جي باوجود حافظ جي غزل ۾ تغزل جو جوهر اُتم موجود آهي. هن جي ديوان ۾ قصيدا، مثنويون ۽ رباعيون به شامل آهن، پر اهي غزلن جي مقابلي ۾ گهٽ درجو رکن ٿيون. دنيا ۾ اڄ تائين هن جي غزل جو همسر مشڪل سان پيدا ٿيو آهي. هو غزل جي خاص زبان استعمال ڪري ٿو. هو غزل ۾ علمي، اخلاقي ۽ فلسفيانه نقطا ادا ڪري ٿو ۽ غزل جي لطافت ۾ فرق نه ٿو پوي.

حافظ غزل کي شاعريءَ جو محور بنائي، ان ۾ جنهن به قسم جو خيال آڻڻ گهريو آهي، اُن کي ڪمال سان ادا ڪيو آهي. عام طرح ايراني شاعرن وٽ قنوطيت (Pessimism) ملي ٿي، پر حافظ وٽ رجائيت (Optimism) آهي.

ديوان حافظ جي شروعات هن مشهور غزل سان ٿئي ٿي:

الا یا ایها الساقی ادرکاساً و ناولها،
کہ عشق آسان نمود اول ولے افتاد مشکلہا۔

(سجاڳ ٿي اي ساقي! پيالي کي ڦيراءِ ۽ پيار، چو ته عشق پهريائين سولو ڏسڻ ۾ آيو پر (پوءِ ان ۾) سخت تڪليفون پيش آيون.)

ديوان حافظ ۾ حافظ شيرازيءَ جو اهو جڳ مشهور غزل به شامل آهي، جنهن ۾ هن 'يار جي تِرَ تان سمرقند ۽ بخارا گهوري ڇڏيا هئا':

اگر آن ترک شیرازی بدست آرد دل ما را،
بخالِ ہندویش بخشم سمرقند و بخارا را۔

(جيڪڏهن شيرازي محبوب اسان جي حال تي مهرباني ڪري ته آءٌ هن جي ڪاري تِرَ تان سمرقند ۽ بخارا قربان ڪري ڇڏيان.)

ديوان حافظ شيرازيءَ جي سڀ کان وڏي خاصيت اها آهي، ته اهو صدين کان فالنامي طور استعمال ٿيندو اچي ٿو. ديوان حافظ مان فال ڪڍڻ جي لاءِ قديم دور کان وٺي منفرد طريقو موجود آهي. فال ڪڍڻ لاءِ صبح ۽ شام جون الڳ الڳ جدولون آهن، جن موجب فال ڪڍڻ وقت مخصوص طريقي سان حرف چونڊڻ ڪانپوءِ اهي پاڻ ۾ ملائبا آهن ته ڪنهن نه ڪنهن غزل جي مطلع وار مصرع ٺهي پوندي آهي ۽ ان مصرع کي جواب تسليم ڪيو ويندو آهي.

ننڍي کنڊ جا مغل حاڪم ۽ سنڌ جا مغل نواب، ڪلهوڙا ۽ ٽالپر حڪمران به ديوان حافظ مان فال ڪڍائيندا هئا. مير ڪرم علي خان ٽالپر جي هڪ قلمي بياض ۾ 'فالنامه ديوان' جي عنوان سان هڪ تفصيلي باب تحرير ٿيل آهي. ان کان سواءِ مرزا قاسم علي بيگ به پنهنجن مرثين جي بياض ۾ هن فالنامي کي وڏيڪ آسان ڪري تفصيل سان قلمبند ڪيو آهي. 'ديوان حافظ شيرازي' بر صغير ۾ سوين دفعا شايع ٿي چڪو آهي. ان کان سواءِ ايران مان به ڪيترا دفعا شايع ٿيندو رهيو آهي. 'ديوان حافظ شيرازيءَ' جو سنڌيءَ ۾ منتخب ترجمو مشهور استاد، اديب ۽ عالم محمد يعقوب 'نياز' ميمڻ ڪيو هو، جيڪو آگم پبليشنگ ايجنسيءَ، حيدرآباد، فبروري 1983ع ۾ شايع ڪيو هو.

**ديوان حامد** (ڪتاب): ديوان حامد ٺٽي جي شاعر حاجي حافظ حامد ميمڻ تخلص حامد جي سنڌي غزلن جو مجموعو آهي. حافظ حامد، ننڍي هوندي ماتا جي منحوس بيماريءَ سبب نابين ٿي ويو، پر هن همت نه هاري ۽ محنت سان پڙهي ديني توڙي دنيوي تعليم حاصل ڪيائين. هن جو حافظو ايترو ته تيز هو، جو ڪتابن جا صفحن جا صفحا هڪ ڀيري ٻڌڻ سان ئي ياد ٿي ويندا هئس. ڊاڪٽر اياز حسين قادري ڪتاب 'سنڌي غزل جي اوسر' ۾ ڄاڻائي ٿو ته: "حافظ حامد پنهنجي دور جو ناميارو شاعر هو. سندس همعصر شاعر هن کي نهايت ئي عزت جي نگاهه سان ڏسندا هئا. حامد کي شاعريءَ جي ڏات مليل هئي. ۽ هن اها ڏات سنڌي غزلن جي سونهن کي سنوارڻ تي صرف ڪئي. حامد پارسي لفظن ۽ ترڪيبن کان پاسو ڪري، سنڌي غزل کي ديسي رنگ ۾ روشناس ڪرايو. سندس غزل رديف مطابق الف. ب وار ترتيب سان رکيل آهن. سندس ديوان 'ارمغان حامد' (ديوان حامد) جي نالي سان 1965ع ۾ شايع ٿي چڪو آهي.

**ديوان حسين** (ڪتاب): 'ديوان حسين' سنڌ جي ٽالپر گهراڻي جي مير نور محمد خان ٽالپر جي فرزند هزهائينس مير محمد حسين علي خان ٽالپر جي فارسي غزلن جو مجموعو آهي. هن جي غزلن ۾ سچ ۽ ساڃهه جي سونهن ۽ ڪائنات جي حقيقي صداقتن جي اپٽار، وڇوڙي جو درد، ميلاپ جو سرور ۽ حقيقي محبوب جي تعريف شامل آهي. ٽالپر گهراڻي جي هن شخص 'ديوان حسين' ۾ پورهيت سان پيار، آزاديءَ جي جدوجهد، انسانيت، ايمان ۽ اخلاق کي بار بار ورجايو آهي. ديوان حسين ايران جي سفارت خاني اسلام آباد مان شايع ٿيندڙ هڪ رسالي 'دانش سه ماهي' ۾



شايع ٿي چڪو آهي. جنهن ۾ مير صاحب جا غزل شامل آهن. پر اهو نا مڪمل ديوان آهي.

اصل قلمي ديوان ۾ لڳ ڀڳ پوڻا ٻه سؤ غزل آهن. انهن غزلن ۾ حمد، نعت ۽ منقبت پڻ غزليه انداز ۾ ڪٿي ڪٿي ڏسڻ ۾ اچن ٿا. اهو قلمي ديوان مير حسين علي خان ٽالپر جي اولاد وٽ محفوظ آهي، جيڪو اڃا تائين شايع نه ٿيو آهي.

**ديوان حسين -II (ڪتاب)**: هيءُ ديوان سنڌ جي ٽالپر گهراڻي جي ٻي چوڪڙيءَ جي پهرين حاڪم مير نور محمد خان ٽالپر جي فرزند مير محمد حسين علي خان ٽالپر جي اردو غزلن تي مشتمل آهي. مير حسين علي خان ٽالپر پنهنجو هي اردو ديوان ايراني خطاط کان قلمبند ڪرايو هو. گڏوگڏ هن ديوان ۾ ٽالپر حاڪمن فاتح سنڌ مير فتح علي خان ٽالپر، مير محمد نصير خان ٽالپر، مير صوبدار خان، مير محمد خان ٽالپر، ايران جي حاڪم ۽ ٽالپرن جي دوست فتح علي شاهه قاچار ۽ ليليٰ مجنون، شيرين و فرهاد، وامق و عذرا ۽ ٻين مشهور عاشقن ۽ معشوقن جون رنگين تصويرون به شامل آهن.

هن ديوان ۾ اردو غزلن سان گڏ ڪٿي ڪٿي پوربي ٻوليءَ ۾ به غزل چيل آهن. غزلن ۾ استعارا، تشبيهون ۽ صنعتون جڳهه جڳهه تي ملنديون يعني هي ديوان فصاحت ۽ بلاغت جو آئينو آهي. ديوان ۾ رديفن مطابق غزل الف- ب ترتيب سان رکيل آهن. هي ديوان قلمي صورت ۾ مير حسين علي خان ٽالپر جي اولاد وٽ محفوظ آهي، جيڪو اڃا شايع نه ٿي سگهيو آهي.

**ديوان حضرت علي رضہ (ڪتاب)**: هي ڪتاب اميرالمؤمنين حضرت علي عليه السلام جي عربيءَ شاعريءَ جو ديوان آهي. ان وقت عربن ۾ اهڙا شاعر هئا، جن جو مثال ملڻ مشڪل آهي، بلڪ عربن کي پنهنجي فصاحت و بلاغت تي ناز هو. حضرت علي عليه السلام جي ديوان ۾ موجود



عربي قصيدا توحيد، نبوت، امامت، انسانيت، اخلاقيات، حسن ظن، فنائيت، يقائيت، مناجات، اولاد کي نصيحت، جنگين ۽ حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم حضرت ابو طالب عليه السلام، بيبي خديجة الڪبريٰ، بيبي فاطمه بنت اسد ۽ نامور اسلامي شخصيتن بابت آهن. ديوان بابت علماءِ دين ۽ نامور عرب شاعرن لکيو آهي ته، "ديوان حضرت علي رضہ عرب شاعرن جي سيني ديوانن کان اعليٰ ۽ فصاحت و بلاغت سان ڀرپور آهي. وزن، قافين ۽ رديفن جي لحاظ کان نهايت پختو ۽ بهترين شعري مجموعو آهي. توحيد، نبوت، عدل، امامت، قيامت، اسلامي جنگين ۽ شريعت ۽ طريقت بابت سندن ديوان ۾ منظوم تفصيلي معلومات آهي. عربن جي قديم توڙي جديد شاعرن حضرت علي عليه السلام جي هن ديوان کي تمام گهڻو ساراهيو آهي. هن ديوان جا ڪيترا قديم قلمي نسخا سڄيءَ دنيا جي ڪتبخانن ۾ موجود آهن. ان کان سواءِ هي ديوان اوڻويهين صدي عيسويءَ جي شروع ۾ ڪيترا ڀيرا مصر، ايران ۽ هند و پاڪ مان شايع ٿي چڪو آهي. هتي پيش ڪيل نسخو 1349هه/ 1920ع ۾ ڪانپور مان شايع ٿيو هو. هي ديوان تقريباً ٽيهن ٻولين ۾ ترجمي سان گڏ شايع ٿي چڪو آهي ۽ تازو سنڌي ترجمي سان به شايع ٿي چڪو آهي.

**ديوان حضور (ڪتاب)**: هي شاعريءَ جو مجموعو فقير سيد حضور بخش شاهه جو آهي، جنهن کي فقير محمد عليءَ مرتب ڪيو آهي. فقير محمد علي 'پنهنجي ياران' ۾ لکي ٿو ته: "فقير سيد حضور بخش شاهه انهن درويشن ۽ عاشق شاعرن مان هڪ آهي، جن پنهنجي شاعراڻي ذات وسيلي عام انسانن جي ظاهري ۽ باطني رهنمائي ڪئي ۽ گناهن جي پستين مان ڪڍي عشق الاهيءَ سان همڪنار ڪيو. فقير حضور بخش نقوي سيدن مان آهي." هن ديوان ۾ سنڌي، سرائيڪي ۽ اردو ٻوليءَ ۾ شعر موجود آهن. سنڌيءَ ۾ 79 ڪلامن کان سواءِ پنجاهه بيت به شامل آهن ۽ اردو ڪلام ۾ 18 غزل آهن. ديوان حضور رديفن مطابق الف ب وار ترتيب سان نه آهي. ڊيمي سائيز چار رنگي ٽائيٽل سان 174 صفحن تي مشتمل هي ديوان فقير سيد صحبت علي شاهه ادبي سنگت 2001ع ۾ شايع ڪرائي پڌرو ڪيو. پڪي جلد واري هن ديوان جي قيمت ڄاڻايل نه آهي.




**ديوان حيدر (ڪتاب)**: هي فارسي ديوان، سنڌ جي نامور شاعر حيدر ڪلوچ پاٽائيءَ جي شعرن جو مجموعو آهي. آخري عمر ۾ سنڌ ۾ اچي پاٽ شهر ۾ رهيو ۽ اتي ئي دفن آهي. 'تحفه سامي' جي مصنف هن کي صاحب ديوان شاعر لکيو آهي. هن هزارين شعر لکيا. هن جي ديوان ۾ غزل، قصيدا، مثنويون، رباعيون ۽ مفردات موجود آهن. شاهه اسماعيل صفويءَ جي دؤر جو هي شاعر ٿور پڙهيو هوندي به عروضي فن جو ماهر ۽ باڪمال شاعر ٿي گذريو آهي. هن جو ديوان زماني جي ستم کان بچي نه سگهيو پر سندس ڪجهه غزل ۽ رباعيون سنڌ جي مختلف قلمي بياضن کان سواءِ ننڍي کنڊ جي معروف تذڪرن ۾ پڻ ملن ٿا.

**'ديوان خاڪي' (ڪتاب)**: هي غزلن جو ديوان نامور عالم ۽ شاعر ديوان ليلارام سنگهه وطڻ مل 'خاڪيءَ' جو آهي. ديوان صاحب علم موسيقي ۽ علم عروض جو وڏو ڄاڻو هو. پنهنجي وقت (1941 - 1868) ۾ غزل گو شاعر جي حيثيت ۾ ڄاتو ويندو هو. ديوان خاڪيءَ جا سمورا غزل علم عروض تي پختا آهن. سندس غزلن جي خصوصيت اها آهي ته ٽن چئن غزلن کان سواءِ باقي هر هڪ غزل ۾ فارسي، اردو، هندي، پنجابي، سرائيڪي ۽ سنڌيءَ جا لفظ گڏ وچڙ ڪم آيل آهن. اضافتون فارسي ته فعل سنڌي، فعلي صورتون فارسي ته باقي لفظ هندي، پنجابي وغيره. فعلي صورتون هندي، پنجابي ۽ سرائيڪي ته باقي لفظ سنڌي وغيره. هڪ مثال هيٺ ڏجي ٿو:

الله ڄاڻي جو ملڪان دي فتح ڪجهه ٻيا يارا،
فتح هي ملڪ دل دي وي سڪندر خود هوس دارا.
اسان وچ ويک تون درياه، خضري نام آن ظلمات،
سڪندر بن ڪي اوپر آ اهي انفاس انذارا.

(حوالو: سنڌ جي ادبي تاريخ، خانبهادر محمد صديق ميمڻ)

**ديوان دوست** (كتاب): هي ديوان مرزا دوست محمد بيگ 'دوست' جي سنڌي ۽ فارسي غزلن جو مجموعو آهي. ديوان دوست ۾ مرزا صاحب جا سنڌي غزل ۽ چند فارسي غزل موجود آهن، جن جو تعداد تقريباً هڪ سئو ٿيندو. غزل رديفن مطابق الف- ب ترتيبوار رکيل آهن. هن غزلن ۾ طلسم حسن، عشق جي رازن ۽ رمزن کي بيان ڪرڻ ڪانسواءِ پنهنجي اندر جي احساس ۽ ان سان واسطو رکندڙ ڪيفيتن کي سحر انگيز انداز ۾ بيان ڪيو آهي. ديوان دوست مرزا دوست محمد بيگ جي پوٽي اختر مرزا وٽ موجود آهي.

**ديوان راشد** (ڪتاب): هي ديوان سنڌ جي ناليواري مزاحمتي شاعر راشد مورائيءَ جي غزلن تي مشتمل آهي. ديوان جي منڍ ۾ پنهنجي پاران 'ٻه اکر' راشد مورائيءَ جا لکيل آهن. جڏهن ته 'منصور جي گفتار' عنوان سان تفصيلي مقدمو اصغر پٽي پريائيءَ جو لکيل آهي. اصغر پٽي پنهنجي مقدمي ۾ لکي ٿو ته: "ديوان راشد ۾ سچ ۽ ساڃهه، سونهن ۽ سنسار جي صداقتن جي اپٽار، سور مان سرور ماڻيندڙ پيار جي پرچار آهي. جيڪا هڪ طرف ته محبت جي اڻ مٽي امرت سان سرشار آهي ته ٻئي طرف آزاديءَ جي امله




وٽ سان ٽمٽار آهي. پرواز ۾ بلندي، اعليٰ آدرشي فڪر، ڀورهيت سان پيار، آزاديءَ جي جدوجهد سان لاڳاپو، انسانيت، انسان جي عظمت ۾ ايمان، اخلاقي پابنديون، سياسي ۽ سماجي شعور، ڪردار جي سچائي، سونهن مان اتساهه وٺڻ وارا پاڪ جذبا راشد مورائيءَ جي شاعريءَ جون خوبيون آهن. ديوان ۾ صرف غزل جي صنف تي طبع آزمائي ڪيل آهي ۽ غزل رديفن مطابق الف- ب ترتيبوار سان ڏنل آهن. چار رنگي ٽائيٽل سان 303 صفحن تي مشتمل هن ڊيمي سائيز جي ڪتاب کي سچل پبليڪيشنز 2005ع ۾ شايع ڪرايو آهي، جنهن جي قيمت 250 روپيا آهي.

**ديوان سانگي** (جلد پهريون): هيءُ ديوان مير عبدالحسين 'سانگي' جي سنڌي غزلن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ رديفن مطابق الف-ب ترتيبوار غزل رکيل آهن. هي ديوان سانگيءَ رمضان 1310هه مطابق مارچ 1893ع ۾ تيار ڪيو. جيڪو ڇپجي نه سگهيو. ان کان پوءِ جيڪي غزل چوندو ويو، سي ديوان ۾ شامل ڪندو ويو. آخر 1901ع ۾ ڪيس اشاعت جو خيال آيو، جنهن جو اظهار شعر ۾ ڪيو اٿس:

عمر پنجاهه کي رسي سانگي!
سال ويا گذري طبع سال نه ٿي.

نيٺ هڪ ديوان تيار ڪري، ان جي ڪتابت ميان امداد علي بليديءَ کان ڪرائي لاهور مان 1903ع ۾ شايع ڪرايائين. هن پهرئين ديوان ۾ 180 غزل آهن ۽ آخر ۾ سانگي، گدا ۽ ميان وڏل علوي حيدريءَ جون قطع تاريخون ڏنل آهن. هي ديوان مير صاحب مصطفائي پريس لاهور مان 1903ع ۾ شايع ڪرايو هو. جنهن جي ڪچي جلد جي قيمت ٻارهن آنا ۽ پڪي جلد جي هڪ رپيو آهي. هي ساڳيو ديوان سنڌي ادبي بورڊ پاران ڇاپيل 'ڪليات سانگي' ۾ پڻ شامل آهي.

**ديوان سانگي** (جلد ٻيو): هيءُ ديوان نامور/ شاعر مير عبدالحسين سانگيءَ جي سنڌي غزلن جو ٻيو جلد آهي. پهريون ديوان 1901ع ۾ مڪمل ٿيو هو. 1901ع کان وٺي 1904ع 3 وارن ٽن سالن جي عرصي ۾ سانگيءَ جيڪي غزل چيا، تن کي ديوان جي ٻئي جلد ۾ مرتب ڪيائين. ديوان سانگيءَ جي ٻئي جلد ۾ 175 غزل آهن. جيڪي رديفن مطابق الف- ب وار ترتيب سان رکيل آهن. ديوان جو ديباچو مير عبدالحسين سانگيءَ خود لکيو آهي. ديوان سانگي جلد ٻيو، لاهور جي اسلاميہ پريس مان 1904ع ۾ ڇپيو. ديوان جي ڪچي جلد جي قيمت هڪ رپيو آهي. هي ساڳيو ديوان 'ڪليات سانگي' (مرتب: ڊاڪٽر نبي بخش خان) ۾ بہ موجود آهي.

**ديوانِ سلوڪ الطالبين** (ڪتاب): سنڌ جي باڪمال صوفي شاعر عارف ۽ عالم فقير قادر بخش بيدل جي فارسي ڪلام جو مجموعو 'ديوان سلوڪ الطالبين' پنجاب جي ناماياري محقق ۽ اسڪالر ڊاڪٽر خضر نوشاهيءَ وڏي محنت سان مرتب ڪيو آهي. جيڪو بيدل سائينءَ جي 138هين سالياني عرس جي موقعي تي بيدل يادگار ڪميٽيءَ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.




هي ديوان محقق خضر نوشاهي قاضي پير محمد جي هٿ لکيل نسخي (1280هه) ۽ فقير غلام رسول مسرور جي هٿ لکيل (سنڌي رسم الخط ۾) نسخي (1340هه) کي پيٽي تيار ڪيو آهي.

ڪتاب جي ابتدا ۾ فقير قادربخش بيدل جي سوانح عمري ۽ خدمتن تي مختصر روشني وڌي وئي آهي. ان بعد بيدل جي فارسي ڪلام جو تفصيلي جائزو وٺندي ٻڌايو ويو آهي ته 'ديوان سلوڪ الطالبين' جو موضوع تصوف آهي. هن ديوان جي تاليف جو سال 1259هه آهي. بيدل جو هي واحد ديوان آهي، جنهن ۾ هن 'طالب' تخلص ڪم آندو آهي. ان ۾ ڪل 90 غزل آهن ۽ سڄو ديوان صنعت لزوم مالا يلزم' هيٺ آهي. 160 صفحن جي هن ڊيمي سائيز جو متن ۽ مقدمو اردوءَ ۾ لکيل آهي. 'ديوان سلوڪ الطالبين' بيدل يادگار ڪميٽي روهڙيءَ 2006ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي ۽ ان جي قيمت -/100 روپيا رکي وئي آهي.

**ديوان سنجر** (ڪتاب): ديوان سنجر مرزا غازي بيگ ترخان جي خاص مصاحب سنجر ڪاشانيءَ جي فارسي شعرن جو مجموعو آهي. هي مرزا جاني بيگ ترخان ۽ مرزا غازي بيگ ترخان جي دربار سان وابستہ هو. مير محمد هاشم طباطبائي ڪاشاني 'سنجر' سيد خاندان مان هو. اڪبر بادشاهه جي سنڌ فتح (1000هه/ 1591ع) ڪرڻ کان ٿورو پهرين سنجر ڪاشاني مرزا جاني بيگ ۽ سندس پٽ مرزا غازي بيگ جي قدر افزائيءَ کان اهڙو ته متاثر ٿيو جو ٻنهي پيءُ پٽ جي مدح ۾ قصيدا چيائين. مرزا غازيءَ جي مدح ۾ چيل قصيدي جو رديف ٿئو آهي:

من بلبل گلستانِ تئو،
من راوئي داستانِ تئو.
[ترجمو: آءٌ 'گلستان ٿئي' جي بلبل آهيان،
آءٌ ٿئي جي داستان جو راوي آهيان.]

ديوان سنجر ۾ غزل، رباعيون، مثنويون، قطعه تاريخون ۽ قصيدا شامل آهن. جيئن تہ هي ٺٽي ۾ رهي اهڙو تہ متاثر ٿيو جو مرزا غازي بيگ جي مدح ۾ چيل قصيدي جو رديف ٺٽو رکيائين ۽ پاڻ کي ٺٽي شهر جي گلستان جي بلبل سڏيو اٿس. هن جي ديوان جا سنڌ ۾ ہ قلمي نسخا موجود آهن. هڪ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ ٻيو مرزا عباس علي بيگ جي ڪتبخاني ۾ موجود آهي.

**ديوان سوپراج ’فاني‘** (ڪتاب): سنڌي ٻوليءَ جو شاعر اديب ۽ محقق ديوان سوپراج نرملداس ’فاني‘ 27 فيبروري 1883ع تي حيدرآباد ۾ ڄائو. سندس والد سنڌيءَ کان سواءِ عربي ۽ فارسيءَ جو ماهر ۽ صوفي مت جو قائل هو ان ڪري سوپراج نرملداس ننڍي هوندي کان صوفي ازم جو قائل ٿيو ڪيس شاعريءَ جي قدرتي ذات عطا ٿيل هئي. ان ڪري 9 سالن جي عمر کان شعر چوڻ شروع ڪيائين. هن بمبئي يونيورسٽيءَ مان مئٽرڪ پهرين پوزيشن ۾ حاصل ڪئي. ان ڪانپوءِ سرڪاري نوڪري اختيار ڪيائين. 1937ع ڌاري ڊپٽي ڪليڪٽريءَ جي عهدي تان رٽائرڊ ٿيو رٽائر ٿيڻ بعد علم ۽ ادب تي توجهه ڏيڻ لڳو. آخري وقت ۾ جڏهن نظر گهٽجي ويس تہ پنهنجو مواد ٻارن کان لکرائيندو هو. شاعريءَ سان گڏ موسيقيءَ جو بہ ماهر هو عربي، پارسي، سنڌي ۽ انگريزيءَ تي عبور حاصل هئس. سنڌ جي اٽڪل 80 شهرن بابت ڪوجنا ڪري ڪيترا تاريخي مضمون ’ڊيلي گزيٽ‘ ۾ شايع ڪرايائين. تنهن کانسواءِ غنچہ، اميد، مهراڻ ۽ ڪاليج مئگزنن ۽ رسالن ۾ سندس مضمون ڇپبا ۽ شاعري شايع ٿيندي رهي. سندس ڪيترائي ڪتاب شايع ٿيل آهن. جن ۾: (1) ’خيالي جهلڪا‘، (2) ’چت قلواري‘، (3) ’روحاني تجلا‘ ۽ (4) ’ويچار وڪر‘ قابلِ ذڪر آهن. ورهاڱي بعد ڀارت لڏي ويو ۽ اُتي ئي 15 مارچ 1956ع تي وفات ڪيائين.

**ديوان شاڪر** (ڪتاب): ديوان شاڪر ٺٽي جي شاعر محمد شاڪر ’شاڪر‘ جي غزلن جو مجموعو آهي. شاڪر پنهنجي تعليم مشهور محقق ۽ شاعر مخدوم محمد ابراهيم ’خليل‘ جي مدرسي مان حاصل ڪئي. تعليم مڪمل ڪرڻ ڪانپوءِ هن شاعريءَ جي سکيا غلام مرتضيٰ شاه ’مرتضائيءَ‘ کان ورتي ۽ زمان شاه ’ساقي‘ وري شاعريءَ ۾ محمد شاڪر کي پنهنجو استاد ورتو. ڊاڪٽر اياز حسين قادري ڪتاب ’سنڌي غزل جي اوسر‘ ۾ ڄاڻائي ٿو تہ: ”محمد شاڪر تخلص شاڪر، صاحب ديوان شاعر هو هن جي غزلن تي پنهنجي استاد غلام مرتضيٰ شاه مرتضائيءَ جو رنگ چڙهيل آهي. غزلن ۾ پارسي لفظ ۽ ترڪيبون پڻ نظر اچن ٿا. ديوان ۾ غزل رديفن مطابق الف- ب وار ترتيب سان رکيل آهن. ديوان شاڪر قلمي صورت ۾ ٺٽي ۾ سندس اولاد وٽ محفوظ آهي، ان کانسواءِ ’علي محمد شاڪر ٺٽوي ۽ ان جو ڪلام‘ جي نالي سان سنڌالاجيءَ ۾ پڻ هڪ قلمي مونوگرام موجود آهي. اهي ٻئي نسخا شايع نہ ٿيا آهن.

**ديوان شرفا خان جو مقبرو**: مڪلي، ٺٽي ۾ موجود هيءُ مقبرو احاطي اندر وچ تي ٺهيل آهي. هن وقت ان احاطي جون پٿرين ٻيهر جوڙايون ويون آهن، پر اولاهين پٽ جا ڪجهه اصل آثار بيٺل آهن. احاطي کي ڏکڻ ۾ هن وقت هڪ جديد دور جو دروازو لڳل آهي. احاطي جي اولاهين رهيل پٽ تي مسجد جا آثار آهن. اها مسجد احاطي جي ڪنڌ وٽ آهي، جنهن جو محراب ٻاهر نڪتل ۽ ان جي ٻي ٻانهينءَ تي ونگن وارا چار پانيل ٺهيل آهن. انهن پانيلن تي ۽ پانيلن جي وچ وارين پٽين تي نقش نڪتل آهن. گهڻو ڪري نيري ڪاشيءَ واريون سرون ڪتب آندل آهن. ساڳيون ڪاشيءَ جون سرون محراب جي واڏوڙي تي بہ لڳل آهن.



ديوان شرفا خان جو مقبرو

اصل مقبرو سرن جي پليٽ فارم تي ٺهيل آهي. جيڪو رٽ ۾ چورس آهي. هن مقبري جون ڪنڊون ٻين مقبرن وانگر مسطح (Chamfered) نہ آهن: جيئن سلطان ابراهيم جو مقبرو وغيره. گول منارا ڪنڊن تي ٺهيل آهن، جن ۾ اندر ڏاڪا مٿي چڙهڻ لاءِ ٺهيل هئا. انهن ئي ڪنڊن تي ڪجهه تبديليءَ سبب هيءُ مقبرو ٻين مقبرن کان مختلف ٿو نظر اچي، نہ تہ سلطان ابراهيم جي مقبري جهڙو ئي آهي. جيئن ان زماني جي رواج هو گنبذ -ڳچ (Drum) گول ٺهيل آهي، جنهن جي ڪنڌيءَ (Collar) تي نيرين ڪاشيءَ جون سرون لڳل آهن. گنبذ مخروطي (Conical) نموني جو آهي. ان جي مٿان لڳل ڪلسو ٽٽي پيو آهي. پٽين تي هلڪي نيري رنگ جون ڌارون نڪتل آهن. پر اهي هاڻي پنهنجو زيب وجائي چڪيون آهن. لنگهہ وٽ چار ونگون ٺهيل آهن، پر اصل وڏي ونگ وٽان لنگهہ ۾ پٿر جو چوڪٺ لڳل آهي. جنهن تي قرآني آيتون اڪريل آهن. ونگن ۽ پانيلن تي بہ ڪاشيءَ جو سٺو سينگار ٿيل آهي. اندر بہ مقبرو چورس آهي، پر جوڙ-ڪنڊون (Squincles) ڏيڍ سان اڪندبو نظر اچي ٿو.

مقبري ۾ اندر هيٺ فرش تي ڪل ست قبرون آهن. مکيہ قبر جنهن تي تاج ٺهيل آهي، سا شرفا خان جي آهي. اها قبر هڪ ٿلهي تي آهي، ٿلهي کي پٿرائون لوڙهو ڏنل آهي. ان لوڙهي تي بہ گل ڇٽ نڪتل آهن. ٻليءَ تي ڪلموپاڪ ۽ ڪجهه فارسيءَ جون لکتون ملن ٿيون.

هينري ڪزنس هن اڏاوت کي 1871ع ۾ ڏٺو ۽ پنهنجي ڪتاب ’سنڌ جا قديم آثار‘ (Antiquities of Sindh) ۾ هن تي نوٽ لکيو آهي، جنهن موجب جڏهن هن ڏٺو تڏهن گنبذ مخروطي هو ۽ ان جي مٿان تاج لڳل هو.

پر هينئر اهو تاج ڪونہ ٿو ملي. پٿين تي تڪي ۽ هلڪي نيري رنگ واري ڪاشيءَ جي سرن جو استعمال گھڻو آهي. وڏين ونگن سان چار لنگھہ جا دروازا آهن. پر رڳو ڏکڻ واري سنگي چوکٽ ۾ لڳل دروازي جي مٿان پانيلن تي قرآني آيتون درج ٿيل آهن ۽ پانيل تي بہ نقش ٿيل آهن. فرش تي ڪل ست قبرون آهن. مک قبر جي بلڪ تي وڏو تاج مهاڙي تي لڳل آهي ۽ ڪٽهڙي ۾ بند آهي، سا شرفا خان جي قبر چئي وڃي ٿي. بلڪ تي ڪلمو پاڪ ۽ ٻيون قرآني آيتون لکيل آهن. قبر پٿر جي آهي.

**ديوان شيدا** (ڪتاب): ديوان شيدا، سنڌ جي نامور شاعر مولوي محمد عظيم سولنگي 'شيدا' جي سنڌي غزلن ۽ نظمن جو مجموعو آهي. ڊاڪٽر اياز حسين قادري پنهنجي ڪتاب 'سنڌي غزل جو اوسر' ۾ ڄاڻائي ٿو تہ، "مولوي محمد عظيم سولنگيءَ جو شمار سنڌ جي نامور عالمن، مفتين ۽ مُدرسن ۾ ٿئي ٿو. هي جمعيت العلماءِ ضلعي لاڙڪاڻي جو صدر ۽ مرڪزي ورڪنگ ڪميٽيءَ جو ميمبر هو. مولوي 'شيدا' کي جوانيءَ کان شاعريءَ جو شوق هو. هدايت علي نجفي سندس هم مڪتب ۽ دوست هو، جنهن جي صحبت ۾ هن شاعريءَ جي گھڻي سکيا ورتي. بزم مشاعري لاڙڪاڻي سان سندس شروع کان وٺي وابستگي رهي. گھڻو ڪري هن غزل جي صنف تي طبع آزمائي ڪئي آهي. سندس گھڻو ڪلام ضايع ٿي چڪو آهي. باقي بچيل وٽس ٿي قلمي صورت ۾ محفوظ آهي. شيدا جا غزل پارسي ترڪيبن ۽ بندشن سان سينگاريل آهن. سندس ڪلام اڃا تائين شايع نہ ٿيو آهي."

**ديوان شيوارام ڏيون مل وزيراڻي**: ديوان شيوارام ولد ڏيون مل ڪيمچند، 17 سيپٽمبر 1883ع تي ٺٽي ۾ جنم ورتو هن جو والد راءِ بهادر ديوان ڏيونمل ڪيمچند، سنڌ جي ڪمشنر جو اسسٽنٽ ٿي رهيو هو. هي ٺٽي جي مشهور وزيراڻي ديوانن مان هو. ديوان شيوارام ابتدائي ۽ سيڪنڊري تعليم ڪراچيءَ مان حاصل ڪئي. تعليم حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ ديوان شيوارام زمينداري ۽ واپار جو ڪم ڪندو هو. هن کي 1906ع ۾ سرڪار پاران ڪراچي ميونسپالٽيءَ تي ميمبر نامزد ڪيو ويو. جنهن تي وري 5 مئي 1909ع ۾ ٻيهر نامزد ٿيو. ساڳئي سال ۾ ضلعي لوڪل بورڊ ڪراچيءَ تي نامزد ٿيو. جڏهن 1912ع ۾ سرڪار طرفان ڪراچيءَ ۾ آنرري مئجسٽريٽ مقرر ڪيا ويا تہ هن کي بہ آنرري مئجسٽريٽ ڪري رکيو ويو. 1934ع ۾ هي اسپيشل فرسٽ ڪلاس مئجسٽريٽ مقرر ٿيو. انهيءَ وقت کان پاڻ ملڪ جي سياسي ۽ سماجي ڪمن ۾ دلچسپي وٺڻ لڳو ۽ اينٽريقدر مشهور ٿيو جو 1913ع ۾ جيڪو آل انڊيا نيشنل ڪانگريس جو اٺاويهون اجلاس سنڌ ۾ ٿيو ان جي مرحبائي ڪاميٽيءَ تي مسٽر ڏيپچند اوجھا سان گڏ ڪيس خزانچي مقرر ڪيو ويو هو 1920ع ۾ ديوان شيوارام ڪراچي ضلعي لوڪلبورڊ جو ٻيهرون چونڊيل پريزيڊنٽ ٿيو هي 'برهمو سماج' جو ميمبر هو جيڪا آزاد خيال هندن جي جماعت هئي. 1921ع ۾ هن کي راءِ صاحب جو خطاب مليو ۽ 1927ع ۾ سجاول ۾ هڪ پاڻيءَ جو جهاز ٺهيو هو، جنهن جو نالو 'راءِ بهادر' رکيو ويو. جيڪو پوءِ محمد يوسف چانڊئي جي پريزيڊنٽيءَ جي وقت ۾ بدلائي کهڙي صاحب جي نالي ڪيو ويو. راءِ بهادر شيوارام ڪراچيءَ ۾ لوئيس لارينس انسٽيٽيوٽ جي باني مان هو. ڪراچي ميونسپل گارڊن ڪاميٽيءَ جو ڪيترائي سال چيئرمئن ٿي رهيو ان ڪانسواءِ ڪراچي ميونسپل اسڪول بورڊ جو 1927ع کان 1930ع تائين چيئرمئن ٿي رهيو ۽ ٻين ادارن ۾ بہ ڪم ڪيائين، جن ۾ ڪراچي پورٽ ٽرسٽ، 1924ع، ريلوي ائڊوائزري ڪاميٽي (1924ع)، ڪراچي سينٽرل جيل ڪاميٽي (1923ع کان 1927ع تائين)، ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو مئنيجنگ ڪاميٽيءَ جو ميمبر (1921ع کان 1928ع تائين)، ڪراچي بئنڪ جو چيئرمئن ۽ ڊائريڪٽس ڊي، جي سنڌ ڪاليج جي بورڊ جو ميمبر، ڪراچي ڪلب جو پريزيڊنٽ، 'سنڌ آبزرور' انگلش ڊيلي لميٽڊ جي بورڊ جو چيئرمئن، ڪراچيءَ جي هندو جيمخاني جو اعزازي خزانچي، سنڌ پراونشل ريڊ ڪراس سوسائٽيءَ جو اعزازي خزانچي، ڪراچي سول اسپتال ايسوسيئيشن جو ميمبر، انڊين روڊس ائنڊ ڊيولپمينٽ ايسوسيئيشن ڪراچي برانچ جو چيئرمئن وغيره. راءِ بهادر شيوارام لاءِ سائين جي. ايم. سيد پنهنجي ڪتاب 'جنب گذاريم جن سين' ۾ لکيو آهي تہ: "ڪم آزار، خوش خلق، وقت سر ڪم ايندڙ، وسيع لاڳاپن جو مالڪ، سچو دوست، بغض ۽ دشمنيءَ جي خرابيءَ کان خالي هو."

**ديوان صنعت** (ڪتاب): هي فارسي ديوان شڪارپور جي نامور شاعر محمد عارف صنعت شڪارپوريءَ جو لکيل آهي، جنهن کي سنڌ جي نامور محقق، اديب ۽ شاعر لطف الله بدويءَ ترتيب ڏنو آهي. لطف الله بدويءَ ڪتاب جو مقدمو فارسيءَ ۾ لکيو آهي ۽ تمهيد شاعر جي پٽ منشي عبدالخالق جي لکيل آهي. ديوان ۾ رديفن مطابق الف ب ترتيبوار غزلن ڪانسواءِ فرد، رباعيون، قطعات، مخمس، قصيده، هفت بند، مسدس ۽ آخر ۾ 'قصہ جمجم سلطان' جي نالي سان هڪ مثنوي شامل آهي. ديوان ۾ 'ر' واري رديف جي غزلن ۾ پهريون غزل شڪارپور شهر جي تعريف ۾ آهي:




خوانند هست جنت اڪبر شڪارپور
واز هشت در بهشت نڪوتر شڪارپور

قصيدن واري حصي ۾ نعتن کان سواءِ هڪ قصيدو شڪارپور جي حاڪم (ٽالپري دور ۾) آغا سيد زين العابدين شاهہ جي شان ۾ ۽ هڪ قصيدو چانڊڪا پرڳڻي جي مختياڪار نواب احمد خان جي تعريف ۾ بہ شامل آهن. 250 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جو هي ديوان، 1968ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ، شايع ڪرايو هو، جنهن جي قيمت 50 روپيا آهي.

**ديوان صورت بهار** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ديوان صورت سنگھہ ولد ديوان همت سنگھہ جي شاعريءَ جو مجموعو آهي. جنهن جي شروعاتي 462 صفحن تي سندس هندي، فارسي ۽ سنڌي زبان ۾ چيل ڪلام آهي ۽ آخري 50 صفحن تي فارسي زبان ۾ چيل مثنوي، سنڌي ترجمي سان گڏ ڏنل آهي. ڪتاب ۾ هر شعر جي هيٺان ڏکين لفظن جي معنيٰ پڻ ڏنل آهي، جيڪا مسٽر ٺهلرام آسودي مل جي ڏنل آهي. ڪتاب جو پهريون ڇاپو سال 1935ع ۾ موتي اليڪٽرڪ پرنٽنگ ورڪس، تلڪ روڊ، حيدرآباد

مان راءِ صاحب حشمتراءِ ولد ديوان لعل سنگھ گدواڻي ۽ مسٽر چاندو مل ولد ديوان لعل سنگھ گدواڻيءَ ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪرائون سائيز ۾ پڪي جلد سان ڇپيل 518 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت هڪ رپيو آهي.

**ديوان طالب** (ڪتاب): ديوان طالب دادوءَ جي نامور شاعر خليفي محمد صادق ڪلهوڙي 'طالب' جي سنڌي غزلن جو مجموعو آهي. ڊاڪٽر اياز حسين قادري ڪتاب 'سنڌي غزل جو اوسر' ۾ ڄاڻائي ٿو ته، "خليفو محمد صادق 'طالب' راوت خان لغاري، ضلعي دادوءَ جو رهاڪو هو. هن عربي، فارسي، بهار دانش ۽ صرف نحو پڙهيو. عالم هجڻ سان گڏوگڏ طب ۾ پڻ مهارت حاصل ڪيائين. هن سڄي سنڌ جي بزمن جي مشاعرن ۾ شرڪت ڪئي. هن بزم خيرپور ناٿن شاهه ۽ آسپاس گهڻائي شاگرد بڻائي سٺا شاعر پيدا ڪيا. طالب قديم رنگ ۾ سٺا غزل چوندو هو. هن جي غزلن ۾ رواني ۽ سلاست آهي. هن پنهنجن سادن خيالن کي پڻ سهڻي نموني غزلن ۾ پيش ڪيو آهي. ڪٿي ڪٿي هن جي خيالن ۾ نواڻ محسوس ٿئي ٿي. سندس ڪلام اڃا شايع نه ٿيو آهي."



**ديوان طالب آملي** (ڪتاب): هي ديوان ننڍي کنڊ جي نامور فارسي گو شاعر طالب آمليءَ جي شعرن جو مجموعو آهي. هن جو سنڌ سان به گهرو تعلق آهي. هن ميرزا غازي بيگ ترخان جي شان ۾ لڳ ڀڳ 12 قصيدا لکيا آهن. پهرين هي جهانگير بادشاهه جو درباري شاعر هو. جهانگير جي درٻار ۾ سوين شاعر هئا، پر 'ملڪ الشعراءِ' جو تاج طالب آمليءَ جي سر تي رکيو ويو. ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته هي ڪهڙي پائي جو شاعر هو. طالب آمليءَ جي ديوان ۾ غزلن کان سواءِ قصيدا، مثنويون، مفرد، ترڪيب بند، ترجيع بند ۽ رباعيون وغيره شامل آهن. ديوان صنائع بدائع، فصاحت ۽ بلاغت ۽ مختلف ترڪيبن سان سنواريل آهي. شاعريءَ ۾ ڪيس قدرتي ڏات حاصل هئي. چون ٿا ته هن اٺن سالن جي عمر ۾ شعر چوڻ شروع ڪيو هو ۽ 20هين ورهين جي ڄمار ۾ 'ملڪ الشعراءِ' جي خطاب سان جهانگير بادشاهه جي درٻار ۾ شامل ٿيو. سندس شاعريءَ جي ٻولي شائستہ، سولي ۽ سلوڻي آهي. سنڌ جي ٻوين فارسي گو شاعرن گهڻي تعداد ۾ طالب آمليءَ جي غزلن جي تتبع ۽ تضمين تي غزل لکيا آهن. هن جي ديوان ۾ لڳ ڀڳ ست هزار شعر ٿيندا. طالب آمليءَ جو ديوان ڪافي دفعا شايع ٿي چڪو آهي. ويجهڙائيءَ ۾ ايران مان سندس ديوان تفصيلي احوال سميت شايع ٿيو آهي.

**ديوان عاجز** (ڪتاب): ديوان عاجز ناميارَي شاعر آخوند فقير محمد قريشي صديقيءَ 'عاجز' جي سنڌي غزلن جو مجموعو آهي. عاجز سنڌي، پارسي ۽ عربي زبانن ۾ تعليم حاصل ڪئي ۽ مير حسن علي خان ٽالپر جي زور تي ٽپيداريءَ جي نوڪري ڪيائين، پر جلد انگريزن جا ظلم ڏسي نوڪري ڇڏي ڏنائين. عاجز ميرن جي وظيفي تي گذر سفر ڪرڻ لڳو ۽ اڳتي هلي مير عبدالحسين خان ٽالپر جي سفارش تي ڪيس نوابشاهه ۾ اڍائي سؤ ايڪڙ زمين ملي. محمد بخش واصف شاعريءَ ۾ سندس شاگرد هو. عاجز شاعريءَ جي سڀني صنفن تي طبع آزمائي ڪئي. ديوان عاجز ۾ طبعزاد سنڌي غزلن کان سواءِ ڪيترن غزل پارسي شاعرن خاص طرح حافظ شيرازي جا ترجمو ڪيل يا وري تتبع ڪيل آهن. سندس غزلن تي مجاز کان وڌيڪ تصوف جو رنگ چڙهيل آهي. ديوان ۾ غزل رديفن مطابق الف ب وار ترتيب سان رکيل آهن. ديوان عاجز قلمي صورت ۾ سندس اولاد وٽ محفوظ آهي، جيڪو اڃا شايع نه ٿيو آهي.

**ديوان عاشق** (ڪتاب): ديوان عاشق ايران جي نامور شاعر آقا محمد ڪريم اصفهاني 'عاشق' جي فارسي غزلن جو مجموعو آهي. عاشق اصفهاني ڪيترا سال ٺٽي ۾ رهيو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين. ٺٽي ۾ ڪلهوڙن جي دؤر ۾ مختلف سرڪاري عهدن تي رهيو. شاهبندر، غلام شاهه ڪلهوڙي جي جوڙايل شاهه ڳڙهه جي پر ۾ نئين تعمير ڪرايل هن بندر تي ناظم جي حيثيت ۾ رهيو ۽ تمام گهڻي شهرت ماڻيائين. نادر شاهه افشار جڏهن سنڌ تي حملو ڪيو ۽ ملڪ جو حڪومتي نظام درهم برهم ڪيو، تڏهن ٺٽي جي ماڻهن محمد ڪريم اصفهانيءَ کي پنهنجو وڪيل بڻايو. محمد ڪريم هن عهدي تي امير توڙي غريب هر ڪنهن کي راضي ڪيو ۽ 1155هه/1742ع ۾ وفات ڪيائين ۽ ٺٽي ۾ جلوه گاهه امامين جي احاطي ۾ دفن آهي. محسن ٺٽوي 'محڪ ڪمال' محمد ڪريم جي چوڻ تي مرتب ڪيو هو. هن جي ديوان ۾ غزلن کانسواءِ قصيدا، قطعات ۽ رباعيون پڻ شامل آهن. اهو ديوان ويجهڙائيءَ ۾ ايران ۾ شايع ٿي چڪو آهي ۽ ٺٽي ۾ لکيل ديوان جو قلمي نسخو هن وقت سنڌالاجيءَ جي لائبريريءَ ۾ محفوظ آهي.

**ديوان عاقل** (ڪتاب): ديوان عاقل سنڌ جي نامور عالم ۽ شاعر مولوي محمد عاقل سومري تخلص عاقل جي سنڌي غزلن جو مجموعو آهي. تعليم مڪمل ڪرڻ کانپوءِ پير جو ڳوٺ ڇڏي لاڙڪاڻي رهيو. ڊاڪٽر اياز حسين قادري ڪتاب 'سنڌي غزل جي اوسر' ۾ لکي ٿو ته: "مولوي عاقل کي شعر و شاعري سان دل هئي. تنهنڪري هن جي سنڌ ۾ گهڻن شاعرن سان دوستي هئي. هي علم عروض جي باريڪين جو ڄاڻو هو ۽ هڪ پختو پُرگو شاعر هو. هن جي سڄي عمر شعر و شاعري ڪندي گذري ۽ سنڌي توڙي پارسي شعر نهايت ئي روانيءَ سان چئي سگهندو هو. جيتوڻيڪ سندس غزلن تي پارسي استعارن، تشبيهن ۽ زبان جو گهرو اثر هو. ان هوندي به هن جو غزل لطافت ۽ رنگينيءَ سان ڀريل هو. هن کي قطعه تاريخ چوڻ تي پڻ وڏي دسترس حاصل هئي. سندس ديوان ۾ غزل رديفن مطابق الف ب وار ترتيب سان لکيل آهن. 'ديوان عاقل المعروف به غزليات عاقل' قلمي صورت ۾ حامد الله سومري وٽ لاڙڪاڻي ۾ موجود آهي."

**ديوان عزلت** (ڪتاب): 'ديوان عزلت' علامه مخدوم محمد معين ٺٽويءَ جي ڀاڻيجي علامه سيد نجم الدين ٺٽوي 'عزلت' جي فارسي غزلن جو مجموعو آهي. سيد نجم الدين ٺٽي جي نامور بزرگ هستي محمد يوسف مهدوي رضويءَ جي اولاد مان آهي. سيد نجم الدين جي پيءُ سيد مير محمد رفيق علامه مخدوم محمد معين ٺٽويءَ جي ڀيڻ سان شادي ڪئي هئي. ان ڪري سيد نجم الدين مخدوم معين جو ڀاڻيجو هئڻ سان گڏ سندس شاگرد به هو. 'تذڪره مشاهير سنڌ' ۾ دين محمد وفائي لکي ٿو ته، "سيد نجم الدين وڏي پايي جو شاعر هو ۽ 'عزلت' تخلص اختيار ڪندو هو.



Soorih Mirani

’ديوان عزلت‘ سنڌس يادگار آهي. اهو ديوان راقم الحروف (وفـائي) 1921ع ۾ ڊاڪٽر مرزا مدد علي بيگ وٽ ڏٺو هو، پر ڊاڪٽر صاحب جي وفات کان پوءِ ان ديوان جو ڪو پتو نه ٿو ملي.“

’ديوان عزلت‘ جا موجوده وقت ۾ به نسخا ملن ٿا. هڪ قلمي نسخو سنڌي ادبي بورڊ جي قلمي مسودن ۾ موجود آهي، ۽ ٻيو قلمي نسخو لاهور جي پنجاب يونيورسٽيءَ ۾ موجود آهي. ٻنهي نسخن ۾ هڪ جيترا غزل آهن. عزلت جو فارسي ديوان رديفن مطابق الف- ب جي ترتيب ۾ آهي. ’ديوان عزلت‘ ۾ 400 کن غزل آهن. جيڪو اڃا تائين شايع نه ٿيو آهي.

**ديوان عطا** (ڪتاب): هي فارسي ديوان، عبدالڪريم ’عطا‘ ٺٽويءَ جي شعرن جو مجموعو آهي. ميان عبدالڪريم عطا ٺٽويءَ جي شاعريءَ جو آغاز 1060هه/ 1650ع ۾ ٿيو. هن ’عطا‘ تخلص ڪتب آندو ۽ ڪلهوڙن جي آخري دؤر ۾ وفات ڪيائين.

ديوان ۾ فارسي شاعريءَ کان سواءِ اردو ٻوليءَ ۾ به شاعري ملي ٿي. پير حسام الدين راشدي لکي ٿو ته، ”ميان عبدالڪريم جي شاعريءَ جا ٻه ٽي ديوان ۽ ٽي مثنويون آهن. پر رڳو سندس ٻه ڪتاب: ’هشت بهشت‘ ۽ ’ديوان عطا‘ ملي سگهيا آهن.“ اهي ٻئي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ طرفان شايع ٿي چڪا آهن. ديوان ۾ ٽي سؤ غزل، هڪ سؤ رباعيون، ترجيع بند، مخمس ۽ هڪ ساقي نامو آهي. فارسيءَ کان سواءِ اردوءَ ۾ ڪجهه شعر مليا آهن. انهيءَ ڪري سنڌ ۾ اردو شاعريءَ جو موجد ’عطا‘ کي ليکيو وڃي ٿو. سندس شاعري تاريخي لحاظ کان گهڻي اهميت جوڳي آهي، ڇاڪاڻ ته سندس شاعريءَ ۾ ڪيترائي تاريخي واقعا ۽ احوال قلمبند ٿيل آهن. هن پنهنجي شاعريءَ ۾ ٺٽي جي حالت زار ۽ اتي جي چند شاعرن جي هجوَ لکي آهي.

ان کان سواءِ هن عظيم صوفي شهيد شاهه عنايت جي مخالفت ۾ شاعري ڪري، شاهه عنايت شهيد جي مخالفت ۽ مغل ۽ ڏيهي حاڪمن جي حمايت ڪئي آهي. ميان عبدالڪريم عطا جو ديوان تفصيلي مقدمي سان سيد محمد مطيع الله راشد برهانپوري مرتب ڪيو.

هي ڊيمي سائيز وارو 450 صفحن تي مشتمل ديوان سنڌي ادبي بورڊ جام شوري طرفان 1960ع ۾ شايع ٿي چڪو آهي.

**ديوان عظيم ٺٽوي** (ڪتاب): هي ديوان سيد عظيم الدين ٺٽوي ابن سيد يار محمد جو آهي. سيد عظيم ٺٽوي سنڌ جي نامور محقق، تاريخدان ۽ شاعر مير علي شير قانع ٺٽويءَ جو پاٽئيو هو سيد عظيم الدين نوجوانيءَ ۾ ميان سرفراز خان ڪلهوڙي جي دربار سان منسلڪ ٿيو پر جلد ڪلهوڙن جو دؤر ختم ٿيو جنهن ڪانپوءِ هي مير فتح علي خان ٽالپر جي دربار سان وابسته ٿيو. هي ديوان ڊاڪٽر پروفيسر غلام مصطفيٰ خان مرتب ڪيو آهي. ديوان فارسي ٻوليءَ ۾ آهي. ديوان ۾ غزل، قطعه تاريخون، قصيدا، مخمس، مسدس، رباعيون، قطعه، تضمين، سلام ۽ مرثيا شامل آهن. قطعه تاريخن ۾ ٽالپرن جي فتح، حيدر جي قلعي جي فتح، دٻي جي فتح، مير علي ۽ مير مراد عليءَ جي شادين، مير ڪرم علي خان ۽ مير مراد عليءَ جو حافظ قرآن ٿيڻ، ٽالپرن جي تعمير ڪرايل مسجدن ۽ محلن، مير صوبدار خان ۽ مير بهرام خان ٽالپر جي وفات بابت ۽ ٻيون گهڻيون قطعه تاريخون موجود آهن. قصيدن ۾ نعت، حضرت علي عليه السلام جي شان ۾ قصيدا ۽ مير فتح علي خان ٽالپر، مير غلام علي خان ٽالپر، مير ڪرم علي خان ٽالپر ۽ مير مراد علي خان ٽالپر جي شان ۾ طويل قصيدا موجود آهن. مثنويون به ڪافي موجود آهن.

ديوان جي آخر ۾ ضميمو ڏنل آهي، جنهن ۾ مختلف قلمي بياضن تان وڌيڪ هٿ آيل غزل، مثنويون، قطعه تاريخون ۽ سلام شامل ڪيا ويا آهن. ان کانسواءِ اردو ٻوليءَ ۾ پنج غزل ۽ هڪ اردو مربع مرثيو پڻ شامل آهي.

ڊبل ڪرائون سائيز ۾ 280 صفحن تي مشتمل هي ديوان سنڌي ادبي بورڊ طرفان 1962ع ۾ شايع ٿيو.

**ديوان غزل هاي مير محمد نصير خان ٽالپور ’جعفري‘** (ڪتاب): هي ديوان ٽالپرن جي آخري تاجدار مير محمد نصير خان ٽالپر ’جعفريءَ‘ جي فارسي غزلن جو مجموعو آهي، جنهن کي ايران جي ٻن نامور اديبن ڊاڪٽر علي رضا بهشتي ۽ ڊاڪٽر محمد بارانيءَ مرتب ڪيو آهي. پيش لفظ ڊاڪٽر محمد بارانيءَ لکيو آهي. ديوان بابت تفصيلي مقدمو ڊاڪٽر علي رضا بهشتي ۽ ڊاڪٽر محمد بارانيءَ گڏجي لکيو آهي، جنهن ۾ مير نصير خان ٽالپر جي زندگيءَ جي احوال سان گڏ تصنيفن ۽ ديوان بابت شرح يعني غزلن تي علم معاني، علم بيان، فصاحت ۽ بلاغت جي روشنيءَ ۾ بحث ڪيو ويو آهي، ان کانسواءِ حافظ شيرازي ۽ سعدي شيرازيءَ جي غزلن جي تتبع تي چيل مير نصير جي غزلن جي به نشاندهي ڪئي وئي آهي، مير نصير جي غزلن ۾ جتي به قرآني آيتن ۽ حديثن جو ذڪر آهي، انهن کي نمايان ڪري وضاحت ڪئي وئي آهي.





مير نصير خان ٽالپر جي هن فارسي ديوان ۾ غزل حروف تهجي الف- ب ترتيبوار رديفن مطابق رکيل آهن. ديوان ۾ ڪل 511 غزل آهن.

چار رنگي ٽائيٽل، ڊبل ڪرائون سائيز وارو 305 صفحن تي مشتمل هي فارسي ديوان، ايران جي شهر زاهدان جي هڪ مشهور يونيورسٽي ’دانشگاهه سيستان و بلوچستان مرڪز مطالعات شبه قاره و آسياي جنوبي‘ مان 2010ع ۾ شايع ٿيو جنهن جي قيمت 45000 ريال ڄاڻايل آهي.

ايران مان شايع ٿيندڙ هن ديوان جو اصل نسخو ’پنجاب يونيورسٽي لاهور‘ ۾ موجود آهي.

**ديوان فاضل** (ڪتاب): انگريز دور جي مشهور شاعر محمد ’فاضل‘ شاهه جي الف ب وار غزلن جو ڪتاب ديوان فاضل (شرح ۽ معنيٰ سميت) ماستر محمد صديق گلاب خان ’مسافر‘ ترتيب ڏنو هو ۽ سنڌ مسلم ادبي سوسائٽيءَ حيدرآباد، سنڌ جو 1937ع ۾ ڇپايل هيءَ پهريون ڪتاب آهي. هن ڪتاب جا ابتدائي ٻه اکر مسلم ادبي سوسائٽيءَ جي آنرري سيڪريٽري محمد صديق ميمڻ جا لکيل آهن. جڏهن ته ڪتاب جو ديباچو محمد صديق ’مسافر‘ لکيو



Soorih Mirani

آهي. ڪتاب ۾ فاضل شاهه جي سوانح ۽ شاعريءَ تي 60 صفحن جو تفصيلي مقدمو محمد صديق مسافر لکيو آهي.

هن ديوان جي ابتدا ۾ فاضل شاهه جا ڪجهه فارسي غزل سنڌي ترجمي سميت ڏنا ويا آهن. الف ب وار ديوان فاضل 152 صفحن تي مشتمل آهي، جڏهن ته ان جي شرح ۽ معنيٰ 128 صفحن تي مشتمل آهي. ڪرائون سائيز جو ديوان فاضل پهريون پيرو مسلم ادبي اليڪٽرانڪ پرنٽنگ پريس حيدرآباد ۾ آڪٽوبر 1939ع ۾ ڇپيو جنهن جي قيمت اڍائي رپيا آهي.

**ديوان فدوي** (ڪتاب): ديوان فدوي ٺٽي جي نامور سيد گهراڻي رضوي سادات جي فرد سيد امام بخش شاهه رضوي 'فدوي' جي سنڌي غزلن جو مجموعو آهي. سيد امام بخش فدويءَ جي ڄمڻ ۽ وفات جي تاريخ جو پتو نٿو پوي. فدويءَ پنهنجي دؤر جو نه صرف پرگو شاعر هو پر پنهنجي دؤر جي سنڌيءَ جي چوٽيءَ جي شاعرن مان به هو. ڊاڪٽر اياز حسين قادري ڪتاب 'سنڌي غزل جي اوسر' ۾ لکي ٿو ته، "فدوي ٺٽي جو پهريون شاعر آهي، جنهن چاٽي واٽي سنڌي شاعريءَ ڏانهن وک وڌائي ۽ سنڌي غزل کي سهڻي ۽ منفرد نموني پيش ڪيو. هن جي غزلن ۾ ڪٿي ڪٿي پارسي لفظن جو به استعمال آهي، پر تنهن هوندي به سندس غزلن ۾ مٺاس آهي." سندس ديوان رديفن مطابق الف ب ترتيبوار رکيل آهي. سندس ديوان ۾ غزلن کان سواءِ ڪيترين ئي قطعه تاريخون، منظوم خط ۽ نظم پڻ ملن ٿا. سندس ديوان قلمي صورت ۾ ٺٽي ۾ سندس اولاد وٽ محفوظ آهي، جيڪو اجا شايع نه ٿيو آهي.

**ديوان فراق** (ڪتاب): هي شاعريءَ جو ڪتاب اشفاق الانا 'فراق' ٽنڊويءَ جو آهي، جنهن ۾ وڏو حصو غزلن جو آهي، جڏهن ته حمد ثنا، صفت، نعت ۽ مرثين ۽ قواليءَ جو صنعتن تي به شاعري شامل آهي. ڪتاب جو پيش لفظ سنڌ بلوچستان هاءِ ڪورٽ جي ان وقت جي سينيئر ائڊووڪيٽ قريشي محمد رمضان جو لکيل آهي. مهاڳ ناماياري شاعر محمد جمن هاليءَ ۽ به اڪر آتش ڪراچويءَ جا لکيل آهن. ان کان سواءِ خليفي فيض الانا قريشي، محمد خان سومري (اگوٽي ايم. پي. اي) ۽ ممتاز قريشي (فلمساز) جا شاعر جي فن ۽ شخصيت تي تاثرات به شامل آهن. هي ديوان، الف ب وار غزلن تي مشتمل نه آهي. ڪرائون سائيز جي 120 صفحن تي مشتمل هي شعري مجموعو 1971ع ۾ ڇپيو ان جي قيمت 2.50 روپيا آهي.




**ديوانِ فقير** (ڪتاب): 'ديوان فقير' لاڙڪاڻي جي نامور قادري گهراڻي جي هڪ مشهور شاعر ميان غلام سرور قادري تخلص 'فقير' جي سنڌي غزلن جو مجموعو آهي. ميان غلام سرور ابن ميان نور محمد قادري، شاعريءَ جي ابتدائي تعليم پنهنجي چاچي ميان غلام محمد 'گدا' کان ورتي ۽ ان جي وفات کانپوءِ پنهنجي پڦاٽ ميان علي محمد قادريءَ کان اصلاح ورتي. شروع ۾ 'حنيف' تخلص اختيار ڪيائين. پر اڳتي هلي پنهنجو تخلص 'فقير' اختيار ڪيائين. فقير پنهنجي دؤر جو هڪ پختو شاعر هو. هن شاعريءَ جي هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي آهي، پر هو غزل جو سٺو شاعر هو. سندس غزلن ۾ شگفتگي، شوخي ۽ ڪشش جو رنگ موجود آهي. سندس ڪلام، علم عروض جي اصولن ۽ پابندين تي پورو لهي ٿو. فقير قادريءَ جو ديوان 'ديوان فقير' قلمي صورت ۾ لاڙڪاڻي ۾ اياز حسين قادريءَ وٽ هو، جيڪو هاڻي سندس اولاد وٽ آهي. هي ديوان اجا تائين شايع نه ٿي سگهيو آهي.

**ديوانِ قادري** (ڪتاب): هي ديوان مشهور شاعر فقير علي محمد قادريءَ جي ڪلام جو مجموعو آهي. ديوان ۾ غزل، رديفن ۽ حروف تهجيءَ جي حساب سان ترتيب ڏنل آهن. هر غزل جي مٿان ان جو عروضي وزن به ڄاڻايو ويو آهي. ديوان ۾ سنڌي غزلن کان سواءِ هڪ مستزاد، هڪ مثلث، ٽي مخمس، هڪ مسدس، هڪ قصيدو هڪ سلام، ٻه ٽيهه اکريون/ سه حرفيون، سترهن قطعا، ست رباعيون ۽ پنج فارسي غزل شامل آهن. ديوان ۾ فرهنگ ديوان قادري (ڏکين لفظن جي معنيٰ)، صوفين ۽ عارفن لاءِ ديوان قادريءَ جي لفظن جي حقيقي معنيٰ، علم عروض جي مختصر سمجهاڻي ۽ آخر ۾ ديوان جي اشاعت بابت ماستر جمعي خان غريب، محمد صديق مسافر، غلام احمد نظامي، ميان عبدالوهاب ناظر، حاجي محمود 'خادم'، ميان دوست محمد 'دوست' ۽ ٻين جون قطع تاريخون به ڏنيون ويون آهن.




ڪتاب جي شروعات ۾ فقير علي محمد قادريءَ جي چار رنگي پينٽ ٿيل خوبصورت تصوير ڏني وئي آهي.

ڪتاب ۾ 'پنهنجي پاران' ذوالفقار علي قادريءَ لکيو آهي، جڏهن ته ڪتاب جو مهاڳ 'ديوان ۽ صاحبِ ديوان' جي سري سان فقير ميان غلام عباس قادري 'جوش' جو لکيل آهي.

ڪتاب جي بئڪ ٽائيٽل تي ڊاڪٽر سخي قبول محمد فاروقي، پير حسام الدين شاهه راشدي، مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ ۽ پروفيسر رام پنجواڻيءَ جا تاثرات شامل آهن.

هي ڪتاب پهريون پيرو 1939ع ۾ شايع ٿيو ۽ ان جو ٻيو ڇاپو ڊيمي سائيز ۾، 312 صفحن تي مشتمل، 'قادري قلم قبيلي' طرفان 2005ع ۾ شايع ٿيو آهي، جنهن جي قيمت 200 روپيا رکي وئي آهي.

Soorih Mirani

**ديوان قاسم**[1] (ڪتاب): سنڌ جي انگريز دور جي مشهور شاعر خليفي محمد قاسم ’هالائيءَ‘ جو الف- ب وار غزلن تي مشتمل ’ديوان قاسم‘ مرزا قليچ بيگ ترتيب ڏنو هو. جيڪو مرزا قليچ بيگ جي وفات (1929ع) کان پوءِ سندس فرزند مرزا افضل بيگ 1938ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪتاب جي ابتدا ۾ مرزا افضل بيگ شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ جي مختصر سوانح عمري ڏني آهي. جڏهن ته محمد قاسم هالائيءَ جي سوانح عمري، محمد صديق ميمڻ (پرنسپال ٽريننگ ڪاليج فار مين حيدرآباد) لکي آهي. ڪتاب تي مرزا قليچ بيگ جي فرزند نادر بيگ جا ٻه لفظ ۽ قليچ بيگ جي فرزند اجمل بيگ جو ديوان قاسم بابت نظم ڏنل آهن. ديوان قاسم رديف الف کان رديف ي تائين 137 غزلن تي مشتمل آهي، هي ديوان ڪرائون سائيز جي 183 صفحن تي مشتمل آهي. ديوان قاسم جي الف ب وار شرح 170 صفحن تي مشتمل آهي. هي ڪرائون سائيز جو ڪتاب پوڪرداس اينڊ سنز بڪ سيلرس، سنڌ سينٽرل بوڪ ڊيپو ڪراچي/ حيدرآباد/ شڪارپور مار: 1931ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. جنهن جي قيمت هڪ روپيو ڏهه آنا هئي.




**ديوان قاسم**[2] (ڪتاب): ديوان قاسم ٽنڊي آغا جي مرزا گهراڻي جي نامور عالم ۽ شاعر مرزا قاسم علي بيگ ’قاسم‘ جي سنڌي، اردو ۽ فارسي غزلن جو مجموعو آهي. ’سنڌي غزل جي اوسر‘ ۾ اياز حسين قادري لکي ٿو ته ”مرزا قاسم علي بيگ کي شاعري ورثي ۾ ملي هئي. هي هزهائينس مير محمد حسن علي خان ٽالپر جو مصاحب هو ۽ ٽالپرن وٽ منعقد ٿيندڙ عزاداريءَ جي مجلسن ۾ مرثيه خواني ڪندو هو طب ۾ به ڪيس وڏي ڄاڻ هئي. سندس ڪلام، سلام، مرثيا، مناقب، قصيدن، غزلن ۽ رباعين تي مشتمل آهي. هن جي شاعريءَ تي فارسي گو شاعرن جو اثر آهي، اُن هوندي به سندس سنڌي غزلن جي ٻولي ٺيٺ سنڌي آهي. جنهنڪري سندس غزلن ۾ مٺاس آهي. سندس سمورو ڪلام فصاحت ۽ بلاغت سان ڀريل آهي. ديوان قاسم ۾ پهرين سلام ۽ ان کان پوءِ غزل ڏنل آهن. غزل رديفن مطابق الف ب جي ترتيب سان رکيل آهن. سندس ديوان اڃا تائين قلمي صورت ۾ سندس اولاد وٽ ٽنڊي آغا ۾ محفوظ آهي.

**ديوان قلندر** (ڪتاب): ديوان قلندر، حضرت قلندر لعل شهبازؒ جي فارسي ڪلام جو اردوءَ ۾ ترجمو آهي. جنهن جو مترجم مشتاق مسرور باريجو آهي. هن ڪتاب جي فهرست جي پهرئين حصي ۾ نسب نامه قلندرؒ ۾ حضرت لعل شهباز قلندرؒ جي پيدائش وطن، اسم مبارڪ، خاندان، ننڍپڻ، ابتدائي تعليم ۽ جواني، ظاهري ڏيک مبارڪ، سندس لقب، نالو ۽ لقب جي متعلق روايتون، قلندري رنگ جو غلبو حضرت لعل شهباز قلندرؒ بحيثيت هڪ عالم، ذوق شاعري، حضرت لعل شهبازؒ جي رحلت، اخلاق ۽ عادت شامل آهن. هن ڪتاب جي ٻئي حصي ۾ ڪلام قلندر لعل شهبازؒ شامل آهي، جنهن ۾ منقبتون ۽ غزل ڏنل آهن. هن ڪتاب ۾ 212 صفحا آهن، جڏهن ته قيمت 275 روپيا آهي.




**ديوان قليچ** (ڪتاب): شمس العلماء مرزا قليچ بيگ جي غزلن جو مجموعو ’ديوان قليچ‘، سنڌي شاعريءَ جو هڪ اهم ديوان آهي، جيڪو مرزا قليچ بيگ 1928ع ۾ ترتيب ڏنو هو. ’ديوان قليچ‘ جي مختصر ديباچي ۾ خود مرزا قليچ بيگ لکيو آهي ته: ”سنڌي ديوان هن کان اڳي گهٽيئي لکيا ويا آهن ۽ ڪي ڇپيا به آهن. منهنجا سنڌي غزل اگرچ منهنجن گهڻن ڪتابن ۾ ڏنل آهن، تڏهن به هڪڙي ئي هنڌ ديوان جي صورت ۾ لکيل يا ڇاپيل نه هئا، اُنهيءَ لاءِ، ڪن دوستن اهڙي ديوان جي طلب ڪئي؛ تنهنڪري سڀ پراڻا توڙي نوان غزل گڏي، هن ڪتاب ۾ ڏنا اٿم ۽ تنهنڪري الف ب وار رديف موجب لکيا اٿم. ڪن نج سنڌي اکرن وارن رديفن تي غزل اڳي لکيل نه هئا، تنهنڪري هر هڪ اهڙي رديف جو هڪ به غزل شامل ڪيو ويو آهي.“





مرزا قليچ بيگ جا هي غزل عشقي، اخلاقي، تاريخي وغيره مضمونن تي لکيل آهن ۽ هر غزل جي مٿان موضوع جو سرو ڏنو ويو آهي. فارسي ديوانن ۾ قصيدا اڪثر پڇاڙيءَ ۾ ڏنا ويندا آهن، پر قليچ بيگ اهي غزلن سان گڏ رکيا آهن. ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ مضمونن جون الف ب وار يادداشتون به ڏنيون ويون آهن. ديوان قليچ تي تفصيلي مقدمو سندس فرزند اجمل بيگ مرزا لکيو آهي، جنهن ۾ قليچ بيگ جي زندگيءَ جي ابتدائي حالات، سنڌي شعر ۽ شاعري، ڪلام ۾ سلاست ۽ رواني، استفاده ۽ قوت اخذه، قليچ جي شاعريءَ جا ٽي دؤر، غزليات، عشقيہ غزل، تصوف، اخلاقيات، نفسانيات، دنيا ۽ عقبيٰ بابت، منظر نظاري ۽ واقع نگاري، تلميحات، شوخي، ظرافت، لطيف طنز، هجو ۽ مدح، قنوطي شاعري ۽ دينيات جو تفصيلي جائزو ورتو ويو آهي.

ديوان جي غزلن کان اڳ، مرزا اجمل بيگ، ديوان قليچ جي تڪميل جي قطعه تاريخ به لکي آهي. ان بعد الف کان ي رديف تائين ترتيبوار غزل شامل ڪيا ويا آهن، جن جو انگ 480 آهي. آخر ۾ شيخ ابراهيم خليل، دين محمد ’اديب‘، احمد خان آصف مصراڻي، حافظ محمد احسن چنا، رشيد احمد لاشاري، حاجي حقير ابن مگڻ ۽ همايون مرزا ’فائق‘ جا قطعه تاريخ ڏنا ويا آهن.

ڊيمي سائيز جي 426 صفحن تي مشتمل ’ديوان قليچ‘ جو پهريون ڇاپو سنڌي ادبي بورڊ، 1956ع ۾ ڇپيو آهي، جنهن جي قيمت صرف ست روپيا آهي. ديوان قليچ جو سنڌي ادبي بورڊ طرفان ٻيو ڇاپو 1989ع ۾ شايع ٿيو ۽ ٻئي ڇاپي جي قيمت 100 روپيا آهي.



Soorih Mirani

**ديوان ڪرم** (ڪتاب): هي فارسي غزلن جو ديوان ٽالپر حڪمران جي پهرينءَ چوياريءَ جي ٽئين حاڪم مير ڪرم علي خان ٽالپر جو آهي، جنهن کي فارسي ادب جي نامور اديب ۽ شاعر ڊاڪٽر محمد حسين تسبيحيءَ مرتب ڪيو آهي. ديوان جو پيش لفظ به ڊاڪٽر محمد حسين تسبيحيءَ لکيو آهي. اوائلي ٽالپر حڪمرانن جو احوال مير حيدر علي خان ٽالپر انگريزيءَ ۾ لکيو آهي، جنهن جو فارسي ترجمو تسبيحيءَ جو ڪيل آهي ۽ ديباچو ڊاڪٽر محمد مهدي توسليءَ جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ مير ڪرم علي خان جي ديوان جي اصل نسخي جي عڪس سان ان کي جديد خط ۾ به ڏنو ويو آهي.




ديوان جو اصل نسخو 'ڪتابخانه گنج بخش' وارن وٽ محفوظ آهي. ڊاڪٽر محمد حسين تسبيحي اصل نسخي کي جديد خط ۾ آڻڻ سان گڏوگڏ هر غزل جي مٿان ان غزل جو عنوان ۽ غزل جو عروضي وزن به ڄاڻايو آهي، جيڪو اصل نسخي ۾ ڄاڻايل نه آهي. ڊيمي سائيز جي پڪي جلد سان 222 صفحن تي مشتمل هي فارسي ديوان 'انجمن فارسي اسلام آباد' مان 2003ع ۾ شايع ٿيو، جنهن جي قيمت 100 روپيا ڄاڻايل آهي.

**ديوان ڪوڏڻ مل**: نامور سماجي ورڪر ديوان ڪوڏڻ مل ولد لعل داس، 1881ع ڌاري ڳوٺ ڇاڇي (شاهه آباد)، ضلعي دادوءَ ۾ جنم ورتو. سنڌيءَ جا چار درجا دادوءَ جي مين پرائمري اسڪول ۾ پڙهيو ۽ گرمکيءَ جي تعليم وڏڙن کان ورتائين. ڪيس پيءُ جي وفات بعد زمينداري سنڀالڻي پئي، سارين جي هر فصل تي پيران پير دستگير جي نالي تي خيرات ڪندو هو، جيڪا صبح کان وٺندي شام تائين هلندي هئي، جنهن لاءِ اڳ ۾ شهر ۾ ڍڍو گهمايو ويندو هو. اڪثر غريب اچي شرڪت ڪندا هئا. پوءِ ديرن جي بٺئي شروع ڪرائيندو هو. هندن توڙي مسلمانن جا فيصلا پاڻ ڪندو هو. مذهبي مسئلن وارن فيصلن ۾ سرائي جعفر خان مگسي ۽ خميسي سولنگيءَ کي ضرور ويهاريندو هو. سندس نيڪ نيتيءَ تي ٻڌل فيصلن کي ڏسي انگريز سرڪار کيس ٿرڊ ڪلاس مئجسٽريٽ جا اختيار ڏنا. 1930ع ۾ ٻوڏ دوران جڏهن درياهه جي بچاءَ بند کي ڪنڊ لڳو ۽ دادوءَ جي شهر جو ڪجهه حصو ٻڏي ويو ته ان ڪنڊ کي بند ڪرائڻ لاءِ ديوان ڪوڏڻ مل، پوري شيخ، سيد مصري شاهه ۽ ٻين جي مدد سان پنهنجي ذاتي خرچ تي بچاءَ بند کي لڳل گهاري کي گولائيءَ تي ٻڌرائي بند ڪرايو، جيڪو بند اڃا به موجود آهي. اهڙيءَ طرح ٻوڏ دوران دربدر ٿيل ماڻهن جي کائڻ پيئڻ، رهائڻ، ڪپڙي وغيره جو پنهنجي خرچ تي بندوبست ڪيائين. ديوان ڪوڏڻ مل مندرن جي اڏاوت جو سمورو خرچ ڀريندو هو. مهراج ڏيو ڏنارام جي سماڌي ٺهرائڻ ۾ سندس وڏو هٿ هو. ديوان ڪوڏومل ڪانگريس جو سٽي صدر هو ۽ ڪانگريس جي مالي مدد به ڪندو هو. ڪافي شيوا منڊليون پڻ قائم ڪيائين. لکي شاهه صدر جي ڌرمشالا لاءِ به وڏي رقم خرچ ڪيائين. هن 1931ع ڌاري وفات ڪئي. سندس ڪريا ڪرم دادوءَ جي مساڻن ۾ ڪيو ويو.

**ديوان ڪوڙو مل چندن مل ڪلناڻي**: سنڌي ٻوليءَ جو ناميارو اديب، ليکڪ ۽ تعليمدان، ديوان ڪوڙومل، ڀريا، تعلقي نوشهري فيروز، ضلعي نوابشاهه ۾ 5 آڪٽوبر 1844ع تي ڄائو. سندس جنم جو نالو پريتم هو، پر جيئن ته اڳ ڄاوَن مان ڪو به بچيو نه ٿي، ان ڪري سندس نالو بدلائي 'ڪوڙو مل' رکيو ويو. ننڍپڻ ۾ کيس لکڻ پڙهڻ سان گهڻو چاهه هو.



سنڌي ۽ فارسي ڀرواري ڳوٺ دريا خان جلٻاڻيءَ ۾، آخوند قاضي محمد سليمان جي مڪتب ۾ پڙهيو. بهار دانش ۽ سڪندرنامي تائين فارسي پڙهي چڱو محاورو حاصل ڪري ورتائين. 14 ورهين جي ڄمار ۾ اڪيلوُاٽ جي 120 ميل مسافري ڪري حيدرآباد ۾ وڃي انگريزي پڙهيائين، تڏهن اڃا ريل گاڏي چالو ڪانه ٿي هئي.

ديوان ذهين ۽ تيز فهم هو، ان ڪري سنڌ جي تعليمي انسپيڪٽر کيس پهريون شاگرد مترجم (Boy translator) ڪري مقرر ڪيو، جنهن لاءِ کيس ماهوار 25 روپيا وظيفو ملڻ لڳو.

سنڌ مان پهريان 4 ڄڻا: (1) ديوان ڏيارام ڄيٺمل، (2) ديوان چوهڙ مل پنجابي، (3) ديوان نولراءِ شوقيرام ۽ (4) ديوان ڪوڙو مل هئا، جي بمبئيءَ مئٽرڪ جو امتحان ڏيڻ ويا. انهن ڇئن اميدوارن مان فقط پهريان ٻه ڄڻا ڪامياب ٿيا. ديوان ڪوڙي مل وڌيڪ پڙهڻ ڇڏي ڏنو.

ملازمت: ديوان ڪوڙي مل کي پهرين ڪراچيءَ ۾ ڪمشنر جي آفيس ۾ 30 روپيا پگهار تي ڪلارڪي ملي. هن انهيءَ وقت جاميٽريءَ جو پهريون ۽ ٻيو ڪتاب 'اقليدس' سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو، جو اسڪولن ۾ درسي ڪتاب طور پڙهايو ويندو هو. جاميٽريءَ جا هن وقت جيڪي لفظ ۽ اصطلاح موجود آهن، سي سڀ ڪوڙي مل جا متعارف ڪرايل آهن. هن اهي فارسي ڪتابن مان ترجمو ڪري سنڌيءَ ۾ رائج ڪيا.

ڪوڙي مل کي جلد ئي تعليم کاتي ۾ آڻي، پهرين حيدرآباد جي نارمل اسڪول ۾ نائب ماستر ۽ پوءِ سکر ۽ حيدرآباد جي نارمل اسڪولن ۾ هيڊماستر، 150 روپين پگهار تي مقرر ڪيو ويو. جتان سگهو ئي پوءِ سنڌي ٽرانسليٽر جي عهدي تي مقرر ٿيو. ان عهدي تي مقرريءَ دوران ڪوڙي مل سنڌي درسي ڪتابن سميت ٻيا ڪيترا ڪتاب لکيا.

اُن وقت ديوان صاحب جي قابليت ڏسي، کيس سکر سِٽي سروي جي ڪم لاءِ مقرر ڪيو ويو ۽ هن تسلي بخش ڪم ڪري ڏنو. روينيو ۽ جڊيشيل امتحان پاس ڪرڻ بعد ڪوڙو مل پهرين شڪارپور جو ۽ سگهو ئي پوءِ حيدرآباد جو سٽي مئجسٽريٽ مقرر ٿيو. سندس هوشياري، منصف مزاجي، بي ريائي ۽ ايمانداريءَ سبب جلد کيس ڊپٽي ڪليڪٽر جي عهدي تي مقرر ڪيو ويو، جنهن عهدي تي ست سال روهڙيءَ ۽ هالا ڊويزنن ۾ ڪم ڪيائين. ديوان صاحب خوشامد ۽ رسائيءَ مان نه ڄاڻندو هو، ان ڪري ڪمشنر آرسڪن جي دؤر ۾ ڪن عملدارن جي ناراضپي سبب کيس

روينيو کاتي مان هٽائي، اصلوڪي تعليم کاتي ۾ ٽرانسليٽر ڪري رکيو ويو. جڏهن انڪمبرڊ ايسٽيٽ کاتو کليو ته کيس اسسٽنٽ مئنيجر مقرر ڪيو ويو ۽ سگهوئي سندس قابليت کي ڏسي ساڳئي کاتي جو مئنيجر مقرر ڪيو ويو. جڏهن ان کاتي ۾ آءِ. سي. ايس عملدار مقرر ڪرڻ شروع ڪيا ويا ته ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر جيڪب، ديوان ڪوڙي مل سان همصلاحي ٿي، ٽريننگ ڪاليج فارمين حيدرآباد قائم ڪيو ۽ ان جو پهريون پرنسپال ديوان ڪوڙو مل مقرر ٿيو.

هن تعليم کاتي ۾ جملي 25 ورهيه ملازمت ڪئي. ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج جي پرنسپاليءَ جي عهدي دوران ديوان صاحب ڪي ورهيه حيدرآباد ۾ ميونسپل ڪمشنر ۽ هيلٿ آفيسر ٿي به ڪم ڪيو ۽ حيدرآباد ۾ ڪيترين ئي صحت جي سڌاري جون رٿون سندس تحرڪ سان منظور ٿيون. سال 1897ع ۾ جڏهن پهريون ڀيرو ڦهري مهاماريءَ (پليگ) جو مرض پکڙيو ته ديوان صاحب حيدرآباد ۾ پليگ آفيسر مقرر هو. ان ڏکئي وقت ۾ ديوان صاحب ماڻهن جي جيڪا سهائتا ڪئي، سا مثالي ۽ تحسين جوڳي هئي. هن پليگ جي بيماريءَ کان بچاءَ لاءِ 'مهامري، تنهن مان ڪهڙي مت سري' ڪتاب به لکيو. 1899ع ۾ ديوان صاحب رٽائرمينٽ ورتي. ايمانداريءَ ۽ قابليت سان تعليم جي خدمت ڪرڻ ۽ پليگ وقت ماڻهن جي مدد ڪرڻ واري سندس ڪارنامي کي مدنظر رکي سرڪار کيس 'راءِ بهادر' جو لقب ڏنو ۽ سگهوئي 1160 ايڪڙ زرعي زمين جا به نالي طور کيس مالڪاڻي تي ڏنا ويا.

پينشن تي لهڻ کان پوءِ ديوان ڪوڙو مل ڪجهه وقت انگريزن لاءِ ڏيهي ٻولين ۾ ممتحن مقرر ٿيو ۽ سگهوئي پوءِ پنچاتي سُڌاري جو ڪم هٿ ۾ کڻي ساهتي پرڳڻي جي جدا جدا ڳوٺن ۾ ڦٽل پنچاتن کي سڌاري گڏائي هڪ وجود ڪيائين ۽ ڪيترا سماجي سڌاري جا ڪم ڪيائين. ڳوٺن ۾ بيهودين رسمن، شادين ۽ ڏيتي ليتيءَ جي اجاين خرچن گهٽائڻ لاءِ ڪم ڪيائين. پنهنجي ڳوٺ ۾ اول درجي جو هاءِ اسڪول قائم ڪرايائين. جيڪو ڪي. سي. اڪيڊمي (Koro mal Chandan mal Academy) سڏيو ويو. ڇوڪرين جو اسڪول ۽ پبلڪ لائبرري قائم ڪرايائين. سنڌ جي تعليم کاتي جي ٽيڪسٽ بوڪ رويزن ڪميٽيءَ تي ڪيترا سال رهيو. سنڌ ۽ هند جي ڪيترين تعليمي ۽ ٻين سماج سڌار تنظيمن جو ميمبر رهيو. بمبئيءَ جي گورنر 1916ع ۾ جيڪا تعليمي ڪانفرنس ڪوٺائي، ان ۾ سنڌ مان فقط ٽن ڄڻن: ديوان ڪوڙي مل، مرزا قليچ بيگ ۽ ديوان ٻولچند ڏيارام کي خاص دعوت ڏئي گهرايو ويو. مطلب ته ديوان ڪوڙي مل سماجي، اخلاقي ۽ تعليمي سڌاري لاءِ سنڌ ۾ وڏو ڪم ڪيو. ان ڪم ۾ ساڻس ديوان ڏيارام گدو مل به شامل هوندو هو. ديوان ڪوڙو مل شخصي ۽ گهرو گهُرجن کي گهٽائي، غريبن مسڪينن کي تعليم پرائڻ لاءِ مدد ڪندو هو. 1913ع ۾ ڪراچيءَ ۾ جيڪا انڊين نيشنل سوشل ڪانفرنس ٿي، ان جو يڪراءِ صدر ديوان ڪوڙي مل کي بنايو ويو ۽ اتي انگريزيءَ ۾ ڪيل سندس تقرير يادگار ليکي وڃي ٿي.

ديوان ڪوڙو مل، بنگال جي ڪيشپ چندرسين جي سماجي خدمتن کان متاثر ٿي، ساڌو هيرانند ۽ نولراءِ جي ساٿ ۾ برهمو سماجي به ٿي رهيو.

ديوان ڪوڙي مل 16 ڊسمبر 1916ع تي 73 سالن جي ڄمار ۾ پريا ۾ لاڏاڻو ڪيو.

ڪوڙي مل چندن مل جي قلمي پورهئي، ڪتابن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

(1) پڪو پهه (زناني تعليم بابت: 1862ع)، (2) ڪولمبس جي تاريخ (1862ع)، (3) اقليدس (جاميٽري ڪتاب پهريون)، (4) اقليدس (ڪتاب ٻيو)، (5) اقليدس (ڪتاب ٽيون: 1866ع)، (6) سنڌي درسي ڪتاب چوٿون (1873ع)، (7) سنڌي درسي ڪتاب پنجون (1874ع)، (8) سنڌي درسي ڪتاب ڇهون (1875ع)، (9) سنڌي درسي ڪتاب ستون (1876ع)، (10) ساميءَ جا سلوڪ (ڀاڱو پهريون: 1885ع)، (11) ساميءَ جا سلوڪ (ڀاڱو ٻيو: 1885ع)، (12) آغاز علم حڪمت (1886ع)، (13) رتناولي (ناٽڪ: 1888ع)، (14) سنڌي ٻهاڪا (1888ع)، (15) سنڌي ڳجهارتون (1888ع)، (16) پراڻي شاستر (A Treatise on Biology: 1891ع)، (17) ڀاراٿا گيت (1891ع)، (18) ڀاراٿيون آکاڻيون (1891ع)، (19) ساميءَ جا سلوڪ (ڀاڱو ٽيون: 1892ع)، (20) علم ڪيميا (پروفيسر راسڪر جي ڪتاب تان ورتل: 1892ع)، (21) سئنيٽري پرائيمر، (22) زاهده رابعا بصري، (23) ليکي جو ڪتاب، (24) ڪيتي (ڀاڱو پهريون: 1897ع)، (25) مهامَري، تنهن مان ڪهڙي مت سَري (1897ع)، (26) سيتلا جي ٽڪن ڏيارڻ بابت (1987ع)، (27) سنگ جو پرسنگ (ڇهچٽو: 1899ع)، (28) جيوَن اِندري شاستر (حيوانات ۽ نباتات جي بناوت جو علم: 1900ع)، (29) پدارٿ سکيا (1900ع)، (30) ڪيتي (ڀاڱو ٻيو: 1901ع)، (31) قول مالا (1902ع)، (32) آريه ناري چريتر (1905ع)، (33) نؤ سنيهتا (نئون نياپو: 1905ع)، (34) ريوتي (اٿوا آپدا ڪال ۾ ڏيءَ جي پيءُ سان سهائتا: 1905ع)، (35) هندستان جي تاريخ، (36) قصو مک ۽ ڪوريئڙي جو، (37) پچن مالا، (38) ڀاراٿا پچن ۽ پرارٿنا، (39) سنت جئديو جو جيوَن چريتر (1906ع)، (40) ٺهڪ تي ٺهڪ (ٽوٽڪا ۽ لطيفا: 1906ع)، (41) مهاتمائن جا درشن (1907ع)، (42) راجا رام موهن راءِ جو جيوَن چريتر (1907ع)، (43) پلمانسي ۽ پنچاتون ڇو ڦِٽيون آهن؟ (به مضمون: 1907ع)، (44) پڳت جيونيون (1908ع)، (45) سنت نامديوَ جو جيوَن چريتر (1908ع)، (46) پڳتن جون ساکيون (1908ع)، (47) چيتن ديوَ جو جيوَن چريتر (1912ع)، (48) راج رشي پيشم پتامهه جو جيوَن چريتر (1914ع)، (49) راڌا راڻي (بنڪم چٽرجيءَ جي بنگالي ڪتاب جو ترجمو: 1914ع)، (50) دادو سنت جو جيوَن چريتر (1914ع)، (51) ڪير جو ڪير، پاڻيءَ جو پاڻي (بنگاليءَ تان ترجمو: 1915ع)، (52) به منديون (بنڪم چٽرجيءَ جي ڪتاب جو ترجمو: 1916ع)، (53) ندورو هار (ٽئگور جي پيٽ گهوشال جي ڪتاب جو ترجمو: 1916ع)، (54) اندرا آکاڻي (بنڪم چٽرجيءَ جي ڪتاب جو ترجمو)، (55) چندر مکي (ناول: 1918ع)، (56) هري درشن (ديوندرناٿ ٽئگور جون روحاني سمجهاڻيون: 1930ع)، (57) روهني (ناول: 1915ع ۾ لکيل، ڇپيل: 1937ع)، (58) مهاتما پون آهاري بابا (1915ع ۾ لکيل، ڇپيل: 1937ع).

**ديوان گدو مل:** ديوان گدومل ميان نور محمد خان ڪلهوڙي جي وقت ۾ ملڪ جو وڏو واپاري ۽ اثر رسوخ وارو شخص هو. هيءُ اصل ۾ لاڙڪاڻي جي شهاڻي خاندان مان هو. سندس خاندان لاڙڪاڻي ۾ ڪلهوڙن جي سپهه سالار شاهه بهاري جي سرڪاري ملازمت سان لاڳاپيل هو. ديوان گدومل ميان نور محمد ڪلهوڙي جي دربار جي مکيه وزيرن مان ۽ خاص صلاحڪار هو. سندس خاندان ان وقت جو عامل گهراڻو هو ۽ ان ئي دور ۾ سموريءَ سنڌ ۾ پکڙجي ويو. 1738ع ڌاري ايران جو بادشاهه نادر شاهه افغاني دهلي فتح ڪري ايران ورڻ وقت سنڌ تي حملي آور ٿيو. نور محمد ڪلهوڙي ڪان فوج جي رهائشي انتظام سميت وڏي رقم جي گهر ڪيائين. جنهن تان نور محمد ڪلهوڙي ڪيس ڪتو جواب ڏياري موڪليو. ان ڪري نادر شاهه سنڌ تي حملو ڪري ڏنو. ان دوران ميان نور محمد خداآباد وارو تختگاهه ڇڏي وڃي ڪڇ طرف لڪو. نادر شاهه افغانيءَ جڏهن نور محمد ڪلهوڙي کي ڪڇ مان گرفتار ڪري لاڙڪاڻي ۾ آندو ته سنڌن وچ ۾ ناهه ڪرائيندڙ ديوان گدومل هو. جنهن ناهه هيٺ ميان نور محمد دهلي سلطنت کي ساليانو خراج ڏيڻ قبوليو. ستت ئي نادر شاهه جي مارجي وڃڻ ڪانپوءِ احمد شاهه ابداليءَ جي مسند نشين ٿيڻ سان اهو خراج بند ڪيو ويو. 1739ع ۾ احمد شاهه ابداليءَ سنڌ تي حملو ڪيو ۽ جڏهن ڪاهيندو نوشهري فيروز پهتو ته گدومل ساڻس ملاقات ڪري هيٺر ناهه ڪرايو ۽ خراج ڏيڻ جي وعدي تي، ميان نور محمد حڪومت تي برقرار رهي. ملڪي ڪاروهنوار هلايو. 1754ع ۾ ميان نور محمد جي وفات بعد ميان مراداياب ڪلهوڙي کي نصرپور ۾ تخت نشينيءَ جو تاج پهرائيندڙ به ديوان گدومل هو. ديوان گدومل کي پنهنجو اولاد نه ٿيو. سندس ڀاءُ جي اولاد هن جي نالي جي نسبت سان گدواڻي سڏايو. جيڪي هينئر تائين گدواڻي سڏجن ٿا. هن جي نالي سان سندس حيدرآباد واري جاءِ لڳ سنڌو درياهه تي هڪ بندر هو، جتي هن اچي پنهنجو بنگلو ۽ بندر تعمير ڪرايو. اهو علائقو تنهن گدوءَ جي نالي ۽ بندر 'گدو بندر' جي نالي مشهور هو. هاڻي سڄو علائقو گدو بندر جي نالي سان مشهور آهي. اتي موجود ذهني مريضن جي اسپتال به سندس نالي سان مشهور آهي.

**ديوان گل (ڪتاب):** ٽالپر دور جي پهرئين غزل جي صاحب ديوان شاعر خليفي گل محمد 'گل' هالائيءَ جي غزلن جو ديوان، پهريون ڀيرو 1 جمادي الثاني 1275هه مطابق 6 جنوري 1859ع تي وڏي سائيز ۾ مطبع ممبئيءَ




مان ليٿو پريس تي شايع ٿيو هو. ان جو ٻيو ڇاپو سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي، حيدرآباد، سال 1933ع ۾ سال جي ڇهين ۽ آخري ڪتاب طور شايع ڪيو. جنهن کي قاضي عبدالغفور هالائيءَ سُڌاري پيش ڪيو هو ۽ اڳئين ڇاپي جون غلطيون درست ڪيون هيون. ديوان گل جو اهو ڇاپو سيڪريٽري سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي، محمد صديق ميمڻ ڇپائي پڌرو ڪيو هو. جنهن 'ديوان' گل جو تفصيلي ديباچو به لکيو هو جنهن ۾ خليفي گل محمد سانوڻيءَ جي ڪلام جي خوبين، بلاغت، فصاحت، تشبيهن، اصطلاحن، پهاڪن جي استعمال، وزن وغيره تي اجمالي بحث ڪيو ويو آهي. خليفي گل جي زندگيءَ جا حالات عبدالغفور هالائيءَ لکيا هئا. ديوان گل جو ٽيون ڇاپو 57-1956ع ۾ آر. ايچ. احمد اينڊ برادرس، حيدرآباد پاران ساڳي ترتيب سان ڇپيو. ديوان گل ۾ الف- ب وار رديفن جي ترتيب سان 175 غزل شامل آهن. هن ڪرائون سائيزجي 148 صفحن جي ڪتاب جي قيمت 2 روپيا آهي.

**ديوان گل بخاري (ڪتاب):** هيءُ ديوان ناليواري اديب سيد گل محمد شاهه بخاريءَ جي غزليه شاعريءَ تي سنڌي الف ب جي 52 اکرن تي مشتمل ديوان آهي، جنهن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي مروج اُچارن موجب 70 رديف ترتيب وار ڏنا ويا آهن. هيءُ ديوان سنڌي الف- ب موجب فني حوالي سان پهريون سنڌي ديوان آهي. هن ديوان ۾ هڪ نظم به آهي، جنهن ۾ پاڪستان جي 153 شهرن ۽ علائقن جا نالا ڏنا ويا آهن. هن ديوان جو مقدمو ڪهنه مشق شاعر سيد اظهر گيلانيءَ لکيو آهي. ڊيمي سائيزجي هن ڪتاب کي سنڌي ادبي سوسائٽي، شهدادڪوٽ، 1995ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**ديوان گلزار غمدل (ڪتاب):** هي ديوان سنڌ جي ناميارِي صوفي شاعر ۽ درويش غمدل فقير جي ڪلام تي مشتمل آهي، جنهن کي غمدل فقير جي فرزند مرحوم فقير لطف علي دايي




سهيڙيو. هن ديوان ۾ غمدل فقير جو سنڌي، سرائيڪي، اردو، هندي ۽ فارسي ٻولين ۾ ڪلام شامل آهي. ان کان سواءِ هن ديوان ۾ غمدل فقير جي تفصيلي سوانح حيات سان گڏوگڏ سندس ڪلام جو سندس همعصر شاعرن جي ڪلام سان تقابلي جائزو پڻ ڏنو ويو آهي. هي ديوان ڏهن ڀاڱن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ چاليهه باب آهن. هن ديوان ۾ غمدل فقير جون يادگار تصويرون به ڏنيون ويون آهن ۽ سندس شخصيت تي لکيل ٻين شاعرن جو ڪلام به شامل ڪيو ويو آهي. ڊبل ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب کي غمدل فقير جي هڪ عقيدتمند مرحوم فقير غلام مصطفىٰ جوکيي (سابق اي. ڊي. ايم روينيو) 1989ع ۾ ڇپايو. 475 صفحن تي مشتمل هن ديوان جي قيمت ٻه سؤ روپيا آهي.

**ديوان گوبند بخش:** ديوان گوبند بخش 1850ع ڌاري ڄائو. هيءُ ٽالپرن جي دور جي نامور شاعر منشي صاحب راءِ 'آزاد' جو ننڍو پٽ هو. مئٽرڪ پاس ڪري ڪوٽڙيءَ جي اينگلو ورنيڪيولر اسڪول ۾ ماستر مقرر ٿيو. ان ڪانپوءِ وڪالت جو امتحان پاس ڪري، سکر ۾ پرئڪٽس شروع ڪيائين ۽ قابل وڪيل ثابت ٿيو. ديوان گوبند بخش پهريون سنڌي آهي، جيڪو آل انڊيا نيشنل ڪانگريس جي قيام بعد، ان جي ورڪنگ ڪميٽيءَ جو ميمبر ٿيو. پڇاڙيءَ جي ڏينهن ۾ گوشه نشين ٿيو ۽ فقيرن سان محبت رکيائين. ديوان 1892ع ۾ 42 ورهين جي عمر ۾ وفات ڪئي. هن کي هڪ فرزند هو جنهن جو نالو لوڪومل هو لوڪومل پاڪستان ٺهڻ تائين سنڌ جي مشهور ماڻهن مان هڪ هو ۽ وٽس قلمي ڪتابن ۽ نادر شين جو وڏو ذخيرو هوندو هو.

**ديوان ليلارام وطڻ مل 'خاڪي'**: نامور عالم نقاد، ناٽڪ نويس ۽ شاعر ديوان ليلارام سنگهه وطڻ مل 'خاڪي'، 13 آڪٽوبر 1867ع تي حيدرآباد ۾ جنم ورتو. هو حيدرآباد سنڌ جو لعلواڻي عامل ۽ حيدرآباد جي پارسي خواندن ديوانن مان هو. هن جو والد غريب ماڻهو هو. ان ڪري سندس تعليم مکي ڏنراج ملڪ جي خرچ تي ٿي. هن ابتدائي تعليم کان مئٽرڪ تائين حيدرآباد مان حاصل ڪئي. مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ 1886ع ڌاري بمبئي ويو. بمبئي يونيورسٽيءَ مان بي. اي ۽ ايل. ايل. بي پاس ڪري وڪالت شروع ڪيائين. ڪجهه عرصي لاءِ جڊيشيل کاتي ۾ سول ڪورٽ جو جج مقرر ٿيو جتان 1918ع ڌاري رٽائر ڪيائين. هو سنڌي، انگريزي، سنسڪرت، هندي، پنجابي ۽ سرائيڪي ٻولين جو ماهر هو. هو صوفياڻن خيالن وارو ويدانتي ۽ نانڪ پنٿي هو. حيدرآباد جي نانڪ پنٿين جو اڳواڻ ليکبو هو ۽ انهيءَ پنٿ لاءِ وڏيون خدمتون سرانجام ڏنائين.

ديوان ليلارام سٺو شاعر ۽ نثر نويس هو ادب ڏانهن سندس لاڙو شاگرديءَ واري دؤر کان هو. شاعريءَ ۾ 'خاڪي' تخلص اختيار ڪيائين. ڪيس غزل جي شاعر جي حيثيت سان سڃاتو ويندو هو. سندس شاعريءَ جو مجموعو 'ديوان خاڪي' تمام مشهور آهي.

ديوان ليلارام سنگهه وطڻ مل، شاهه لطيف ۽ ان جي ڪلام بابت انگريزيءَ ۾ Life, Religion and Poetry of Shah Latif نالي هڪ ڪتاب لکيو هو، جيڪو 1890ع ۾ ڇپيو. ان کان سواءِ هن ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي ترتيب ڏنل شاهه جي رسالي تي هڪ تنقيدي ليک به لکيو هو. جيڪو 'پارت واسيءَ' اخبار ۾ شايع ٿيو هو. هن سنڌيءَ ۾ ڪيترا ناٽڪ به لکيا. سندس پهريون ناٽڪ 'هرشچندر' هو، جيڪو 1885ع ۾ اسٽيج تي پيش ڪيو ويو. ان کان سواءِ هن 'سروجن راڻا' نالي هڪ عمدو ناٽڪ پڻ لکيو، جيڪو ڪيترا ڀيرا اسٽيج تي ڏيکاريو ويو.

ديوان صاحب علم عروض ۽ موسيقيءَ جو ڄاڻو هو. سندس ڪلام مان ان جي بخوبي ڄاڻ پوي ٿي. سندس موسيقيءَ جي اصولن تي ٺاهيل راڳ ناٽڪ 'سورجن راڻا' ۾ موجود آهن، جڏهن ته علم عروض واري شاعري 'ديوان خاڪيءَ' ۾ شامل آهي.

ديوان ليلارام سنگهه وطڻ مل، سال 1941ع ۾ حيدرآباد ۾ وفات ڪئي.

**ديوان ماتم (ڪتاب)**: هي ديوان حڪيم فضل محمد عباسيءَ جي اردو شاعريءَ تي مشتمل آهي. سندس والدين ٺٽي مان ماهڻ (حيدرآباد) جا رهواسي هئا، جتي حڪيم فضل محمد جي 1230هه / 1518ع ۾ ولادت ٿي. ديوان جي تڪميل پيريءَ ۾ ڪيائين، جنهن بابت ديوان جي آخر ۾ قطعو چيو اٿس:

هزارو دو صدو چهارم نوي مين،
هوئي ديوان ماتم ڪي تمامي،
ڪهي ماتم سن هجري ۾ اس ڪي،
'گل باغ ارم' تاريخ نامي.
1294هه




ديوان ماتم الف- ب ترتيبوار رديفن سان لکيل آهي، جنهن ۾ ڪل 219 غزل آهن. هي ديوان ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ مرتب ڪيو آهي. ڊاڪٽر صاحب پيش لفظ ۾ لکي ٿو ته: "ديوان جو قلمي نسخو راقم کي مرزا اسد بيگ کان مليو. مرزا صاحب ٻڌايو ته هي قلمي نسخو ٺٽي قيصر جي شاعر حاجي حقير کي ڪجهه سال پهرين هٽڙيءَ مان مليو هو، جتي ماتم جي وفات ٿي." ڊيمي سائيز ۾ 300 صفحن تي مشتمل هي ديوان سنڌي ادبي بورڊ طرفان 1990ع ۾ شايع ٿيو جنهن جي قيمت 50 روپيا آهي.

**ديوان مجروح (ڪتاب)**: ديوان مجروح، لاڙڪاڻي جي مشهور شخصيت شيخ لعلچند عرف لعل محمد 'مجروح' جي سنڌي غزلن جو مجموعو آهي. هن جا وڏا اصل سبيءَ جا رهندڙ هئا، جن مان ڪيترائي مسلمان ٿيا، جن ۾ لعلچند جا والدين پڻ هئا. لعلچند جيتوڻيڪ مسلمان هو ۽ سندس مسلماني نالو لعل محمد هو. پر هو پاڻ کي لعلچند ئي سڏائيندو هو. هي صوفي فقير، ميان سخي قبول محمد فاروقي درازيءَ جو مريد هو. هن جي دوستي ميان علي محمد قادري ۽ ميان غلام سرور فقير سان نهايت گهري هئي، انهيءَ ڪري هو بزم مشاعره لاڙڪاڻي جو 1915ع کان ميمبر به رهيو. سندس ديوان ۾ تقريباً ٽي چار سؤ غزل آهن جيڪي رديفن مطابق الف- ب وار ترتيب سان رکيل آهن. سندس غزلن تي فارسي ٻوليءَ جو گهرو اثر آهي، ان هوندي به سندس غزل لطافت ۽ رنگينيءَ سان ڀريل آهن. سندس ديوان اڃا تائين شايع نه ٿيو آهي. بقول اياز حسين قادريءَ جي ته 'ديوان مجروح' جو قلمي نسخو غلام نبي شيخ وٽ محفوظ هو.

**ديوان محسن ٺٽوي (ڪتاب)**: هي ديوان، محمد محسن ٺٽويءَ جي فارسي ڪلام جو مجموعو آهي، جنهن کي محمد حبيب الله راشديءَ مرتب ڪيو آهي. محمد محسن ٺٽويءَ جي سوانح تي هڪ تفصيلي مقدمو پڻ محمد حبيب الله لکيو آهي. محمد محسن ٺٽويءَ حروف تهجيءَ (الف ب ترتيبوار) مطابق غزل چيا آهن.



محسن ٺٽويءَ جي ولادت ٺٽي ۾ ٿي، پر هن جي ولادت جي سن بابت تاريخ خاموش آهي. سنڌ جي هن نامور شاعر 20 شوال 1163هه/11 سيپٽمبر 1750ع تي ٺٽي ۾ 42 سالن جي ڄمار ۾ وفات ڪئي. ديوان محسن ۾ غزلن کانپوءِ 31 قصيدا موجود آهن، جن ۾ نعت، حضرت علي عليه السلام جي شان ۾ قصيدا، امام حسين عليه السلام جي شان ۾ قصيدا، امام مهدي عليه السلام جي شان ۾ قصيدا، نادر شاهه افشار، ميرڪ محمد احسن پوراني، تقي محمد خان، ميان نور محمد خان ڪلهوڙي، لطف الله متاري، ميان مراد ياب خان ۽ صادق علي خان جي شان ۾ قصيدا چيل آهن. ديوان ۾ ست ترڪيب بند، ٻارهن مخمس، هڪ مربع مرثيو، اٺ مثنويون، 28 مختلف واقعن تي قطعه

تاريخون ۽ 46 رباعيون شامل آهن. ڊبل ڪرائون سائيز ۾ 650 صفحن تي مستمل هي فارسي 'ديوان محسن' سنڌي ادبي بورڊ طرفان 1963ع ۾ شايع ڪرايو. محمد حبيب الله راشديءَ، محمد محسن ٺٽويءَ جي سوانح تي 150 صفحن تي مشتمل تفصيلي مقدمو لکيو آهي.

**ديوان محمد اقبال**: نامور منتظم، آفيسر ۽ ليکڪ ديوان محمد اقبال، 8 جولاءِ 1952ع تي حيدرآباد ۾ جنم ورتو. هن جو تعلق جهوناڳڙهه رياست جي ديوان ميمڻ گجراتي خاندان سان آهي.



هن ابتدائي تعليم ميمڻ انجمن هاءِ اسڪول حيدرآباد مان حاصل ڪرڻ بعد گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد ۾ تعليم ورتي ۽ بعد ۾ سنڌ يونيورسٽي، ڄامشوري مان انگريزيءَ ۾ ايم. اي جي سند حاصل ڪري، آدم جي ڪاليج ڪراچيءَ ۾ ليڪچرر مقرر ٿيو. ان کان پوءِ سي. ايس. ايس جو امتحان ڏنائين، جنهن ۾ آفيس مئنيجمينٽ گروپ لاءِ اهل قرار ڏنو ويو. ان کانپوءِ پي. سي. ايس جي امتحان ۾ پوزيشن حاصل ڪيائين ۽ ڊسٽرڪٽ مئنيجمينٽ ۾ خدمتون سرانجام ڏنائين، سنڌ ٽي بين الاقوامي سطح تي ٿيندڙ مقابلن ۾ حصو ورتائين، پين اسٽيٽ يونيورسٽي آمريڪا ۾ هبرٽ همفري فيلو مقرر ٿيو، جتي پنهنجي قابليت طور مڃتا ماڻيائين. رٽائرمينٽ کان پوءِ سنڌ سول سروس اڪيڊميءَ جو ڊائريڪٽر جنرل مقرر ٿيو.

هي ڪهاڻيڪار آهي ۽ ڪهاڻين سميت مختلف موضوعن تي ڇهن کان مٿي ڪتاب لکيا اٿس، جن مان ٽي شايع ٿيل آهن. جن ۾: (1) جِسَي رات لِي اُڙي (اُردو)، (2) وه ورق تا دل کَي ڪتاب کا، (3) ماڏوري ڊڪشت- ڊڄڻي گرل، (4) پندرهن جهوٽ اور تهنائي کي ڌوپ- شامل آهن. ان سميت ٽي ڪتاب انگريزيءَ ۾ به لکيا اٿس، جيڪي اڃا ڇپيل آهن. هن چشتي سلسلي جي عظيم بزرگ نظام الدين اولياءَ تي The Moon may eclipse نالي هڪ ڪتاب لکيو آهي. سندس دلچسپي مشرقي شاعري، تصوف، فنون لطيفه وغيره جهڙن موضوعن سان آهي. سڄيءَ دنيا ۾ سندس ڪتاب پڙهيا ۽ پسند ڪيا وڃن ٿا. هيءَ هن وقت ڪراچيءَ ۾ رهائش پذير آهي.

**ديوان مخلص** (ڪتاب): ديوان مخلص سنڌ جي نامور اديب ۽ شاعر محمد هاشم ميمڻ 'مخلص' جي سنڌي غزلن جو مجموعو آهي. هي ٽالپرن جو درباري شاعر هو. هي انهن پهرين شاعرن مان هو جن پنهنجي نثر توڙي نظم رستي سنڌ جي مسلمانن ۾ قومي شعور ۽ سياسي بيداري پيدا ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪئي. ديوان مخلص کي چئن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. ظرافت ۽ مزاح، هجو ۽ گلا، سياست ۽ قوميت ۽ عشق ۽ محبت، پر غزلن کي ظرافت ۽ هجو کان بلڪل پري رکيو اٿس ۽ تمام ٿورن غزلن ۾ سياسي رنگ اٿس. سندس غزلن تي فارسي غزلن جو نمايان اثر ڏسڻ ۾ اچي ٿو جنهن ۾ پارسي شاعريءَ واريون ساڳيون تشبيهون ۽ استعارا، ترڪيبون ۽ بندشون ملن ٿيون. جيئن ته هو سانگي واري دؤر کان پوءِ به گهڻو وقت زنده رهيو ۽ شاعريءَ جي جديد لاڙن سان روشناس ٿيو تنهنڪري سندس ڪن غزلن ۾ نوان نوان مضمون، نئون رنگ ۽ ڍنگ ملي ٿو. سندس ديوان اڃا تائين شايع نه ٿيو آهي ۽ قلمي صورت ۾ موجود آهي.

**ديوان مدد** (ڪتاب): هي سنڌ جي نامور عالم ۽ شاعر مرزا مدد علي بيگ ابن مرزا نور محمد بيگ جي غزلن جو ديوان آهي. مرزا مدد علي 'مدد' جو تعلق ٺٽدي آغا جي علمي ادبي مرزا گهراڻي سان آهي. شاعري ورثي ۾ مليل هئس ۽ ننڍپڻ کان شاعري ڪندو هو. سندس تعلق لاڙڪاڻي جي بزم مشاعره سان هو. هن جا ڪيترا غزل 'گلدستهءِ سنڌ' لاڙڪاڻي ۾ شايع ٿيل آهن. هن سنڌي، اردو ۽ فارسيءَ غزل، مرثيه ۽ سلام چيا آهن. شاعريءَ ڪانسواءِ ڪيترا ناول به لکيائين، جن مان 'چين جو شهزادو' (ٻه جلدَ)، 'عقل چراغ' (ٻه جلد)، 'انارڪلي' ۽ 'سيف الملوڪ' 1920ع واري ڍاڪي ۾ شايع ٿيل آهن. ان ڪانسواءِ اردوءَ جي نامور مرثيه گو شاعرن جا چونڊ سلام پڻ 1912ع ۾ مرتب ڪري شايع ڪرايائين.

ديوان مدد ۾ غزل رديفن مطابق الف ب جي ترتيب سان رکيل آهن. مدد جي غزلن جي خوبي سندس انداز بيان مان ظاهر آهي، جيڪو تمام بهترين آهي. سندس غزلن تي فارسي غزل گو شاعرن حافظ شيرازي، طالب آملي، شوڪت بخاري، سعدي شيرازي، جامي، اهلي شيرازي ۽ ٻين جو گهڻو اثر آهي، پر ان هوندي به سندس غزل جي ٻولي گهڻي قدر ٺيٺ سنڌي آهي. ديوان مدد اڃا تائين قلمي صورت ۾ ٺٽدي آغا جي مرزائن وٽ محفوظ آهي.

**ديوان مراد** (ڪتاب): 'ديوان مراد' سنڌ جي ٽالپر گهراڻي جي حڪمران مير مراد علي خان ٽالپر 'مراد' جي فارسي غزلن جو مجموعو آهي. مير مراد علي خان ٽالپر اڪثر غزل پنهنجي پاءِ مير ڪرم علي خان ٽالپر جي غزلن تي تتبع طور چيا آهن. هنن ٻنهي حاڪمن جي غزلن جي تتبع تي آخوند نور محمد بوبڪائي، مائل ٺٽوي، منشي صاحبراءِ آزاد، حشمت راءِ، ديوان ميٺارام مسرور ۽ ٻيا درباري شاعر غزل چئي انعام ۽ اڪرام حاصل ڪندا هئا.

مير مراد علي خان ٽالپر وٽ هڪ جڙائو سونو ديوان حافظ جو نسخو به هوندو هو، جنهن ۾ ديوان مان فال ڪڍڻ جو نسخو به ڇاپيل هو. مير صاحب اڪثر انهيءَ مان فال ڪڍندو هو. سندس شاعريءَ تي حافظ شيرازيءَ جو رنگ غالب آهي. 'ديوان مراد' ۾ فارسي غزلن جو تعداد 150 آهي، جيڪي الف- ب وار رديفن سان آهن. 'ديوان مراد' جو قلمي نسخو سندس اولاد وٽ موجود آهي، پر تازو تهران مان مرزا خسرو بيگ جو هڪ ناياب ڪتاب 'محڪ خسروي' شايع ٿيو آهي، جنهن ۾ ٻين شاعرن سان گڏ مير مراد علي خان جا به 35 غزل شايع ٿيل آهن، جيڪي 'ديوان مراد' مان ڪنيل آهن.

**ديوانِ مرتضائي** (ڪتاب): 'انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي' پاران ڇپرايل




هيءُ ڪتاب 'ديوان مرتضائي' سنڌ جي بنيادي عروضي شاعرن مان 'سيد غلام مرتضيٰ شاه مرتضائيءَ' جي عروضي شاعريءَ تي مشتمل ڪتاب آهي. هن ديوان ۾ 'سيد غلام مرتضيٰ شاه، مرتضائيءَ' جا ڪُل 500 غزل شايع ٿيل آهن، جن ۾ 473 سنڌي غزل، 24 فارسي غزل ۽ 3 اردو غزل شامل آهن. ان کان سواءِ ٻه رباعيون به شايع ڪيون ويون آهن. ڪتاب جو مهاڳ ڊاڪٽر ديدار حسين شاه رضويءَ جو لکيل آهي.

'ديوان مرتضائيءَ جو تشبيهي ماحصل' جي عنوان سان پيش لفظ ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي جو تحرير ڪيل آهي. ديوانِ مرتضائي جو ديباچو خود مصنف جو تصنيف ڪيل آهي. هي ڪتاب 2002ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. رنگين ٽائيٽل ۽ پڪي جلد سان ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب 413 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جو مُلهه 225 روپيا آهي.

**ديوان مسڪين** [1] (ڪتاب): هي ديوان پير سيد حزب الله شاهه راشدي 'مسڪين' جي فارسي غزلن جو ديوان آهي. 'ديوان مسڪين' فارسي شعرن جو ترجمو مفتي محمد رحيم سڪندريءَ ڪيو آهي. مفتي محمد رحيم سڪندري 'تذڪره صاحب ديوان' جي نالي سان فارسيءَ ۾ مهاڳ به لکيو آهي، جڏهن ته پير سيد حزب الله شاهه راشديءَ جي زندگيءَ تي تفصيلي مقدمو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکيو آهي. ڊاڪٽر صاحب مقدمي ۾ ڄاڻائي ٿو ته:



هڪ محفل ۾ پير سائين هڪ موزون مصرع پيش ڪئي:

صحراچه خوش است کہ درندارد.

انهيءَ تي سندس پٽ پير علي اصغر شاهه هيءَ موزون مصرع چئي:

عاشق چه خوش است کہ سرندارد.

ديوان ۾ رديفن جي الف - ب جي ترتيب سان غزل موجود آهن. غزلن کان پوءِ هڪ قصيدو، چار مخمس (حافظ شيرازيءَ جي غزلن جي تضمين تي)، ڪجهه قطعات، فرد، حضرت علي عليہ السّلام جي شان ۾ هڪ طويل منقبت ۽ آخر ۾ اردو غزل ڏنل آهي. ڊبل ڪرائون سائيز ۾ 402 صفحن تي مشتمل هن 'ديوان مسڪين' جي قيمت 30 رپيا آهي، جنهن کي جميعت علماءِ سڪندريہ درگاهہ شريف، پير جوڳوٺ پاران 1985ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي.

**ديوان مسڪين** [2] (ڪتاب): ديوان مسڪين، خيرپور جي حڪمران ٽالپر گهراڻي جي نامور عالم ۽ شاعر مير سهراب خان ٽالپر ثاني تخلص 'مسڪين' جي فارسي غزلن جو مجموعو آهي. 'ديوان مسڪين' مير سهراب خان پنهنجن هٿن سان قيد ۾ لکيو هو هن ديوان ۾ غزل حروف تهجيءَ مطابق الف ب جي ترتيب سان رکيل آهن. ديوان ۾ تقريباً سادا پنج سئو غزل آهن، جن ۾ ڪافي فارسيءَ جي نامور شاعرن حافظ شيرازي، سعدي شيرازي، طالب آملي، سنجر ڪاشاني، شوڪت بخاري، شاهي شبزواري، محتشم ڪاشاني ۽ ٻين شاعرن جي غزلن تي چيل تتبع آهن. غزلن تي علم معاني، علم بيان ۽ فصاحت ۽ بلاغت جو گهرو اثر آهي. سندس ڪلام ۾ گهڻي سادگي آهي. دل کي وڻندڙ ٻولي، دلڪش تشبيهون ۽ ٿورن لفظن ۾ وڏو مقصد بيان ڪرڻ سندس ڪلام جون خاص خوبيون آهن. ديوان مسڪين اجا تائين قلمي صورت ۾ موجود آهي. هن ديوان جو هڪ قلمي نسخو خيرپور جي ٽالپر گهراڻي جي لائبريءَ ۾ ۽ ٻيو نسخو مرزا عباس علي بيگ جي ڪتبخاني ۾ موجود آهي.

**ديوان مشتاق گروپ**: ديوان مشتاق نالي هيءَ تجارتي گروپ، پاڪستان جو تمام اهم ادارو آهي، جيڪو ڪپڙي جي صنعت، گاڏين، کنڊ ۽ ڌاڳن جي درآمد ۽ برآمد ڪري ٿو هن اداري جو روح روان ديوان يوسف مشتاق آهي، جيڪو ڪجهه عرصو سنڌ جي صوبائي حڪومت ۾ مڪاني ادارن، انڊسٽريز، ليبر صفائي، ٽرانسپورٽ ۽ معدنيات جو وزير به رهيو.




ديوان مشتاق گروپ، ننڍين وڏين صنعتن تي مشتمل پاڪستان جي وڏن صنعتي گروپن مان هڪ آهي. سندن ڇهه مختلف ڪمپنيون ڪراچي اسٽاڪ ايڪسچينج جي ڪاروباري فهرست ۾ شامل آهن.

هونڊائي (Hyundai) ۽ ڪيا موٽرز (Kia Motors) سان معاهدي ۽ ٽيڪنيڪي سهڪار سان ديوان فاروقيءَ نالي گاڏين جي صنعتي اداري ۾ هر سال لڳ ڀڳ 10000 ڪارون تيار ڪيون وينديون آهن. جڏهن ته ديوان سلمان نالي ڌاڳي جي صنعت سڄيءَ دنيا ۾ ڌاڳي جي وڏ ڪان وڏ اُپت ڏيندڙ ڪمپنين مان ٻارهين نمبر تي آهي. ان ڪان سواءِ ڪپڙي جا ٽي ڪارخانا، هڪ موٽر سائيڪلن جي ڪمپني ۽ سڄي ملڪ ۾ کنڊ جي وڏي پيداواري صنعت به هن ئي گروپ سان لاڳاپيل آهي.

ديوان گروپ، دنيا جي ٻين اهم ۽ مشهور صنعتي ڪمپنين ۾ حصيدار (Share holder) پڻ آهي، جن ۾ خاص ڪري، سعودي سيمينٽ ۽ پاڪ لئنڊ سيمينٽ جون صنعتون قابل ذڪر آهن.

ملڪ جي سماجي ۽ معاشي استحڪام ۾ سندن ڪردار اهميت جوڳو آهي.

هيءَ گروپ عوامي خدمت ۽ ڀلائيءَ لاءِ 40 ننڍين وڏين اسپتالن، اسڪولن ۾ پيئڻ جي صاف پاڻيءَ جي فراهمي، آمدورفت لاءِ روڊن رستن جي تعمير ۽ بائيو-انرجيءَ جي بنيادي ڍانچي لاءِ وقت به وقت مالي سهائتا ڪندو رهي ٿو تازو هن گروپ پاران ڪراچيءَ ۾ 'ديوان ميڊيڪل ڪاليج' جو آغاز ڪيو ويو آهي. سول اسپتال حيدرآباد ۾ دل جو وارڊ 'ديوان مشتاق' پڻ هن گروپ تعمير ڪرايو هو اهڙي سهولت سکر ۾ به ڏنل آهي. هن خاندان ملڪ جي وڏن فلاحي ادارن جي مالي مدد ۾ ڪڏهن نه ڪيٻايو آهي.

پاڪستان ۾ ديوان (اردو ڳالهائيندڙ) واپارين جا ڪي خوشحال گهراڻا آباد آهن، جن مان هيءَ به هڪ آهي.

ديوان گروپ جي اهم صنعتي ادارن جي فهرست هيٺينءَ ريت آهي:

- ديوان فاروق موٽرز پرائيويٽ لميٽڊ
- ديوان آٽوموٽو انجنيئرنگ حَب (Hub)، ڪراچي
- ديوان موٽرسائيڪلز حب (Hub)، ڪراچي
- آٿورائيزڊ ڊسٽريبيوٽرز آف BMW ڪارز ان ڪراچي
- ڊيلٽا انووينشنز لميٽڊ، ڪراچي
- ديوان سلمان فائبر
- ديوان شگر ملز پرائيويٽ لميٽڊ، ٽنڊو محمد خان.

- ديوان ڪوسڪي شگر ملز پرائيويٽ لميٽڊ، ڪوسڪي
- ديوان باواني شگر ملز لميٽيڊ، تلهار
- ال آصف شگر ملز لميٽيڊ، ڳاڙهو، ضلعو ٺٽو
- ديوان ٽيڪسٽائيل ملز، حيدرآباد
- ديوان خالد ٽيڪسٽائيل ملز، حيدرآباد
- ديوان فاروق اِسپننگ ملز لميٽيڊ
- ديوان سيمينٽ (اڳوڻو پاڪ لئنڊ سمينيٽ)
- ديوان سيمينٽ (اڳوڻو سعودي سيمينٽ)

**ديوان مطهر ڪڙهہ** (ڪتاب): مطهر ڪڙهہ، اصل ۾ ڪڙيءَ جو ويٺل ۽ فيروز شاهہ تغلق جو مدح خوان هو. ملڪ الشرق عين الملڪ ماهرو جيڪو انهيءَ دؤر ۾ ملتان جو صوبيدار هو، ان جي مدح ۾ پڻ مطهر جا قصيدا ملن ٿا. 'ديوان مطهر ڪڙهہ' سندس غزلن ۽ قصيدن جو مجموعو آهي. مطهر جيڪي بہ قصيدا فيروز شاهہ تغلق جي مدح ۾ چيا آهن. تن ۾ سنڌ، ٺٽي، ڄام بابيني ۽ ڄام راءِ تماچي جو ذڪر پڻ ملي ٿو انهن قصيدن مان ٺٽي جي اهميت ۽ مدنيت واضح ٿئي ٿي. بقول پير حسام الدين شاهہ راشدي، مطهر ڪڙهہ جي وفات 790هہ/1388ع ۾ ٿي آهي. ديوان مطهر ڪڙهہ اڃا تائين شايع نہ ٿيو آهي. سندس ديوان تي تفصيلي مقالو 'اورينٽل ڪاليج لڪنئو ميگزين' ۾ وحيد مرزا 1935ع ۾ شايع ڪرايو هو. جنهن ۾ ٺٽي تي چيل قصيدا بہ شامل هئا. ڪڙهہ بابت تاريخ خاموش آهي.

**ديوان مفتون** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مولانا عبدالغفور همايونيءَ 'مفتون' جي شاعريءَ جو ڪتاب آهي، جيڪو نامور شاعر نياز همايونيءَ جو ترتيب ڏنل آهي. ديوان مفتون ۾ مولانا عبدالغفور همايونيءَ جي ولادت، سوانح، خاندان جي احوال، مولانا جي شاگردن، همعصرن، پونيرن ۽ ڪتابن جي احوال سان گڏ سندس شاعري شامل آهي. هي ديوان غزلن جو نہ آهي، پر هن ۾ مولانا مفتون همايونيءَ جون 116 ڪافيون شامل آهن، جيڪي نج سنڌي ٻوليءَ جو اعليٰ نمونو آهن. ڊيمي سائيز جي




هن ڪتاب جا 98 صفحا آهن ۽ ڪتاب جو ملهہ 4 روپيا آهي. ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1973ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪرايو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو 100 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي ڪچي جلد ۾ 50 روپيا قيمت سان سنڌي ادبي بورڊ، 2006ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**ديوان منهاج الحقيقت** (ڪتاب): صوفي فقير قادر بخش بيدل جو هي فارسي ديوان، تصوف، سير ۽ سلوڪ ۽ عرفان جي سبقن جو مجموعو آهي. فقير بيدل هن فارسي ديوان جو نالو 'منهاج الحقيقت' رکيو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي 'حقيقت وارو رستو'. هي ديوان، بيدل فقير 1265هہ/1849ع ۾ لکي مڪمل ڪيو هو. هن ديوان ۾ حروف تهجيءَ جي مقرر حرفن موجب ڪل اٺاويهہ غزل آهن، جنهنڪري هن ديوان کي 'سہ حرفي ديوان' بہ سڏيو ويو آهي. هن ديوان ۾ موجود 28 ئي غزلن مان هر هڪ غزل ۾ ست بند آهن. ديوان ۾ تصوف، الهامي درس ۽ حقيقي عشق جي رمزن کي بيان ڪيو ويو آهي.




ديوان ۾ سچل سرمست وانگر 'اناالحق' ۽ 'من خدايم' جا نعرا بہ آهن، تہ نعتيہ غزل ۽ مدحيہ غزل بہ شامل آهن. ديوان ۾ هڪ هنڌ فقير بيدل حقيقي محبوب سان مخاطب ٿي چوي ٿو:

زاهد حور بهشتي خواهد، دل من عاشق روءِ تو بس،
حاجي سوئي مڪہ شتايد، ڪعبۂ جانم ڪوءِ تو بس.

(ترجمو: زاهد کي بهشت جي حور گهرجي، پر آءٌ تنهنجي چهري جو عاشق آهيان، حاجي مڪي ڏانهن وڃڻ لاءِ بيتاب آهي، پر منهنجي جان ڪعبو تنهنجي گلي آهي).

'ديوان منهاج الحقيقت' جو سڄيءَ سنڌ ۾ هڪ ئي قلمي نسخو سيد عبدالحسين شاهہ موسويءَ وٽ موجود هو. جنهن تان ڊاڪٽر خضر نوشاهي نقل ڪري مختصر مقدمي سان مرتب ڪيو ۽ بيدل يادگار ڪميٽي 2007ع ۾ شايع ڪرايو. چار رنگي ٽائيٽل، ڊيمي سائيز جي هن ناياب ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي.

**ديوان موتيهار**: ديوان موتيهار هند سنڌ جو مشهور راڳي، نغمہ نگار ۽ ستار نواز ٿي گذريو آهي. هن 22 فيبروري 1927ع تي پُراڻي سکر، سنڌ ۾ جنم ورتو. پارٽ مان بي. اي ۽ لنڊن مان CCS ڪيائين. 1957ع ۾ ڪلڪتي مان سندس سنڌي گيتن جا ٻہ رڪارڊ رليز ڪيا ويا. بعد ۾ 1984ع ڌاري 'ڪبير ڀڄن' نالي سندس سنڌي ڪئسيٽ رليز ٿي. ان کان پوءِ سنڌي صوفي گيتن جون ڪئسيٽون ۽ سي. ڊيون جاري ٿينديون رهيون آهن. هن



هڪ آمريڪي ناٽڪ 'Kindly Monkey' لاءِ موسيقي ترتيب ڏني، جنهن تي کيس سٺي ميڄتا ملي. هن بي. بي. سي لنڊن تي پڻ ستار وڄائي. هن ڳائڻ ۽ ستار نوازيءَ تي ڪيترا انعام بہ حاصل ڪيا، جن ۾: (1) سنڌو رتن اوارڊ (سنڌي ايسوسيئيشن دهلي: 1965ع)، (2) 1998ع لاءِ نمايان حصہ رسديءَ لاءِ سنڌي ساهت اڪيڊمي دهلي پاران اوارڊ وغيره شامل آهن. هي نيو دهليءَ ۾ رهائش پذير هو. سندس پٽ ڪان موتيهار بہ سٺو موسيقار آهي.

**ديوان مومن**: 'ديوان مومن' مير محمد نصير خان ٽالپر جي ننڍي پٽ مير عباس علي خان ٽالپر تخلص 'مومن' جي فارسي غزلن جو مجموعو آهي. مير عباس علي خان ٽالپر جو ديوان سندس فرزند هز هائينس مير عبدالحسين خان ٽالپر سانگيءَ وٽ هو. جنهن جي وفات کانپوءِ اهو ديوان



گم ٿي ويو. سنڌ جي قديم تاريخي ڪتابن ۾ اهو ڄاڻايو ويو ته: ”مير عباس علي جو ديوان گم ٿي ويو آهي ۽ چند شعر ۽ هڪ مثنوي ڪنهن قلمي بياض ۾ قلمبند آهن.“ ويجهڙائيءَ ۾ تهران يونيورسٽيءَ جي سينٽرل لائبريءَ ۾ هڪ ’ديوان مومن سنڌي‘ مليو آهي، جنهن جي فوٽو ڪاپي عڪس جي مطالعي مان واضح ٿيو ته اهو ديوان مير عباس علي خان ٽالپر جو هٿ اکر لکيل پنهنجو ديوان آهي. ان ۾ فارسي غزلن کانسواءِ ناياب قطعه تاريخون، منقبت، قصيدا ۽ هڪ عشقيه داستان شيرين و فرهاد بابت مثنوي به موجود آهي. آخر ۾ 5 اردو غزل به اٿس. مير صاحب جا سنڌيءَ ۾ ٽي غزل ۽ ٻه سلام پڻ مليا آهن. ان ۾ ڪلهوڙن جي هار ۽ ٽالپرن جي فتح بابت ناياب پنج طويل قطعه تاريخون به آهن، جيڪي تاريخي لحاظ کان تمام اهم آهن. مير عباس علي خان جو هي ديوان قلمي صورت ۾ تهران يونيورسٽيءَ ۾ محفوظ آهي.

**ديوان مير [1] (ڪتاب):** فارسي شاعريءَ جو هي ديوان سيد جان الله شاهه رضوي ’مير‘ جو لکيل آهي. هي ڪلهوڙن جي دور جو شاعر آهي ۽ سنڌ جي نامور صوفي شاهه عنايت شهيد جي چوڏهن نامور خليفن مان هڪ هو. ديوان جي ترتيب ۾ رديفن کي الف- ب وار رکيو ويو آهي. هن ديوان کي پروفيسر ڊاڪٽر محمد اسحاق ابڙي مرتب ڪيو آهي. ديوان جو مهاڳ ۽ مقدمو مرتب انگريزيءَ ۾ لکيو آهي. ڪتاب جي مرتب شاعر جي احوال کي پنجن بابن ۾ ورهايو آهي. پهرين باب ۾ شاعر جي دور ۾ ٿيل واقعن جو ذڪر، ٻئي باب ۾ شاعر جي جم ۽ تصوف بابت ڄاڻ، ٽئين باب ۾ صوفي شاهه عنايت جي شهادت جو ذڪر،




چوٿين باب ۾ شاعر جي علمي ادبي خدمتن بابت ڄاڻ ۽ پنجين باب ۾ شاعر جي شاعريءَ تي بحث، ان سان گڏ شاعر جي شاعريءَ کي خواجه حافظ ۽ مولانا روميءَ جي شاعري سان ڀيٽيو ويو آهي. ديوان ۾ سيد جان الله شاهه رضويءَ جي غزلن کان سواءِ ترجيع بند، ترڪيب بند، مخمس، رباعيون ۽ مثنويون شامل آهن. هي ڊيمي سائيز ۽ چار رنگي ٽائيٽل وارو هي ديوان 2001ع ۾ سکر هسٽاريڪل سوسائٽيءَ پاران شايع ٿيو 320 صفحن تي مشتمل هن ديوان جي قيمت 60 رپيا آهي.

**ديوان مير [2]** : ’ديوان مير‘ مير فتح علي خان ٽالپر جي پٽ مير صوبدار خان ٽالپر تخلص ’مير‘ جي فارسي غزلن جو مجموعو آهي. مير صوبدار خان ٽالپر جا ٻه مڪمل ديوان مياڻي ۽ دٻي جي جنگ کانپوءِ انگريزن جي ڦرلٽ ۾ حيدرآباد جي قلعي مان گم ٿي ويا، اهي ٻه ديوان گم ٿي وڃڻ کان پوءِ مير صوبدار خان ڪلڪتي ۾ نظربنديءَ واري حالت ۾ هڪ مڪمل ديوان تيار ڪيو جنهن ۾ غزل، الف- ب جي ترتيب سان رديفن موجب آهن. هن ديوان ۾ 965 فارسي غزل آهن. جن مان ساڍا چار سؤ غزل الف جي رديف وارا آهن. ديوان ۾ سچڻ ۽ ساٿيهه جي سونهن ۽ سنسار جي صداقتن جي اپٽار، حڪومت جو احوال، نظربنديءَ واري وقت جو احوال، ملڪ ڦرجڻ، پنهنجن جي مارجڻ ۽ وطن کان پري پيش آيل ڏکن ۽ دردن جو ذڪر آهي. ڪيترائي غزل سبق آموز آهن. ان کانسواءِ فارسي جي نامور شاعرن حافظ شيرازي، سعدي شيرازي، عراقي، طالب آملي، سنجر ڪاشاني، شوڪت بخاري، شاهي سبزواري، خالق شهيد، محتشم ڪاشاني، قانع ٺٽوي ۽ ٻين شاعرن جي غزلن جي تتبع تي چيل غزل پڻ ’ديوان مير‘ ۾ موجود آهن. هن ديوان جو قلمي نسخو مرزا عباس علي بيگ جي ڪتبخاني ۾ موجود آهي ۽ اڃا تائين شايع ناهي ٿيو.

**ديوان مير شهداد خان ٽالپر حيدري:** هي ديوان مير شهداد خان ٽالپر تخلص ’حيدريءَ‘ جي فارسي ڪلام جو مجموعو آهي. مير شهداد خان ٽالپر جي تعليم لاءِ ايران مان جيد عالم اتاليق طور سڏايا ويا هئا. شاعريءَ جي ميدان ۾ مير شهداد خان حافظ شيرازيءَ ۽ سعدي شيرازيءَ جي پيروي ڪئي آهي. ديوان کي ايران جي ٻن نامور اديبن ميثم جمشيدي منش ۽ ڊاڪٽر مريم خليليءَ مرتب ڪيو آهي. پيش لفظ ميثم جمشيديءَ لکيو آهي، جنهن ۾ هن قلمي ديوان مهيا ڪندڙن ڊاڪٽر مريم خليلي، مير حيدر علي خان ٽالپر ۽ ڊاڪٽر محمد توسليءَ جا ٿورا مڃيا آهن. ديوان بابت تفصيلي مقدمو ڊاڪٽر مريم خليليءَ جهان تيغ لکيو آهي، جنهن ۾ ڊاڪٽر مريم خليلي مير شهداد خان ٽالپر جي زندگيءَ جو احوال، تصنيفون ۽ ديوان بابت تفصيلي ڄاڻ يعني فارسي ڪلام تي علم معاني، علم بيان ۽ فصاحت ۽ بلاغت جي روشنيءَ ۾ بحث ڪيو ويو آهي. ان کانسواءِ حافظ شيرازي ۽ سعدي شيرازيءَ جي غزلن جي تتبع تي مير شهداد خان جي چيل غزلن جي پڻ نشاندهي ڪئي اٿس. مير شهداد خان جي ڪلام ۾ جتي به قرآني آيتن ۽ حديثن جو ذڪر آهي، انهن غزلن کي به نمايان ڪري وضاحت ڪئي وئي آهي.

مير شهداد خان جي ديوان ۾ غزل حروف تهجي الف ب جي ترتيب سان رکيل آهن. ديوان ۾ ڪل 568 غزل، 17 قصيدا، 6 مثنويون، 8 ترڪيب بند، 3 ترجيع بند، 5 مخمس، 197 رباعيون، 13 قطعات ۽ 91 مفردات موجود آهن. آخر ۾ چومصرع هڪ عربي شعر آهي. چار رنگي ٽائيٽل، ڊبل ڪرائون سائيز وارو 450 صفحن تي مشتمل هي فارسي ديوان ايران جي مشهور يونيورسٽي ’دانشگاهه سيستان و بلوچستان‘ مان 2010ع ۾ شايع ٿي چڪو آهي، جنهن جي قيمت 69000 ريال آهي. ديوان جو اصل قلمي نسخو حيدرآباد ۾ ٽالپر گهراڻي جي لائبريءَ ۾ موجود آهي.

**ديوان نجفي:** هيءُ ديوان فقير هدايت علي ’نجفي‘ جي سنڌي غزلن تي مشتمل آهي. فقير هدايت علي نجفيءَ جو هي پهريون سنڌي ديوان آهي، جنهن جي ڪتابت فقير نجفيءَ پاڻ ڪئي هئي. ديوان نجفيءَ ۾ عاشقانه مضمون سان گڏوگڏ تصوف جا ڪيترائي نقطا نروار ڪيا ويا آهن. فقير نجفيءَ سنڌي غزل ۾ تصوف جو رنگ پريو ۽ سنڌي اصطلاح ۽ محاورا استعمال ڪيا آهن. ان ڪان سواءِ عشق ۽ محبت، اخلاق ۽ نصيحت، جماليات، خمريات ۽ طنز ۽ مزاح بابت ڪيترا اعليٰ قسم جا شعر ديوان ۾ موجود آهن. سنڌس ڪلام ۾ سلاست ۽ سادگي آهي. لفظن جي سهڻي سٽاءَ، وڻندڙ ٻولي، دلڪش تشبيهون ۽ ٿورن لفظن ۾ وڏو مقصد بيان ڪرڻ سندس ڪلام جون خاص خوبيون آهن. هي علم بديع، علم معاني، علم بيان جو ڄاڻو هو. ديوان نجفي پوڪرداس شڪارپوري 1922ع ۾ شايع ڪيو. ڊيمي سائيز ۾ 162 صفحن تي مشتمل آهي.

**ديوان نرمل داس:** ديوان نرمل داس روهڙيءَ جي هندن مان وڏو شاعر ۽ صوفي منش ٿي گذريو آهي. روايت آهي ته عربي، فارسي ۽ سنسڪرت زبانن جو وڏو ڄاڻو هو. سرڪاري طور مشرقي ٻولين جو ترجمان (Translater) ۽ سنڌي نثر جو ليکڪ هو. سنڌي ساهت سوسائٽي بريا ٿيڻ ڪان پوءِ ڪي رسالا به لکيا هئائين. ڪيس شاعريءَ سان بيحد چاهه هو پر سندس ڪلام گهڻ ملي سگهيو آهي. نرمل داس روهڙيءَ جي ’جانشاهي درگاهه‘ جو طالب هو. درگاهه سان ايتري قدر محبت ۽ عقيدت رکندو هو جو رهندو ئي درگاهه تي هو. فارسيءَ جي شاعر مير جان الله شاهه رضويءَ جي فارسي ڪلام ’ديوان مير‘ جو سنڌي ترجمو به ڪيو هئائين.

**ديوان ننديرام:** نامور اديب، جاگرافيءَ جو ماهر ۽ مترجم ديوان ننديرام ولد ٽڏو مل ميراڻي، 1819ع ۾ سيوهڻ ۾ پيدا ٿيو. سندس خاندان سيوهڻ جي ميراڻي عالمن مان هو. ڪيس سنڌي، اردو، انگريزي، فارسي ۽ هندي ٻولين تي عبور حاصل هو. هن سيوهڻ ۾ تعليم جي لحاظ ڪان پنهنجي پيل سنڌي ٻارن لاءِ هڪ خانگي اسڪول کوليو. جنهن کي هن پنهنجو ذريعه معاش بڻايو. پر ان وقت زياده تر طبقو اڻپڙهيل هو ۽ تعليم جي اهميت ڪان غير واقف هو. انهيءَ ڪري سندس اسڪول ڪاميابيءَ سان نه هلي سگهيو. ان ڪري اهو اسڪول بند ڪري سرڪاري نوڪري ورتائين. هن پنهنجي قابليت ۽ محنت سان هڪ مضمون ’تاريخ معصومي‘ جي سنڌي ترجمي بابت لکيو. جيڪو هن سر ايلس ٻئرو طرفان ڏنل اشتهار پڙهي ڪيو هو. جنهن تي 100 رپيا انعام رکيل هو جنهن ۾ هندن توڙي مسلمانن حصو ورتو. فيصلي ڪندڙ ڪميٽيءَ، ديوان ننديرام جي ترجمي کي پسند ڪيو ۽ ڪيس 100 بدران 200 روپيا انعام ڏنو. حڪومت قابليت جي اعتراف ۾ ڪيس تعليم کاتي ۾ ترجمان (Translator) جي عهدي تي فائز ڪيو. هن حڪومت طرفان سنڌي صورتخطي لاءِ مقرر ڪميٽيءَ ۾ سرگرم ميمبر طور ڪم ڪيو. 1853ع ۾ سنڌي صورتخطيءَ تيار ٿيڻ ڪان پوءِ پهريون درسي ڪتاب ’بابنامو‘ جوڙيو. ان ڪان سواءِ هن ڪتاب ’ايسپ جون آکاڻيون‘ ترجمو ڪيو. هن سنڌي نثر توڙي نظم ۾ مختلف موضوعن ۽ صنفن تي ڪتاب لکيا. خاص ڪري نثر ۾ هن ڪيترائي معلوماتي ۽ دلچسپ ڪتاب لکيا، جن ۾ ’باب نامو‘، ’ڏرتي نروار‘، ’پيمائش حساب‘ ۽ ’ايسپ جون آکاڻيون‘ قابل ذڪر آهن. انگريزن جي اوائلي دؤر ۾ عربي- سنڌي لکڻ پڙهڻ سيکارڻ جي شروعات ’باب نامي‘ ڪان ٿي هئي، جنهن کي تعليم کاتي سنڌ، گورنمينٽ پريس بمبئيءَ مان ليٿو ۾ ڇپائي نصاب ۾ شامل ڪيو هو. هن ڪتاب ۾ ديوان هِجي جو طريقو ڪم آندو هو.

ديوان جو هڪ ٻيو ڪتاب ’تاريخ سنڌ‘ سليس ۽ سنڌي ادب جي نئين دؤر جو پهريون ڪتاب آهي. تعليم جي موضوع تي هن جو لکيل ڪتاب ’سيکائتو نروار‘ سنڌي ٻوليءَ جو پهريون لاجواب ڪتاب آهي، جنهن ۾ انتظامي معاملن ۽ تعليم جا سادا اصول ۽ هدايتون شامل آهن. ان ڪان سواءِ سندس ٻين ڪتابن ۾: پيمائش حساب (انگريزيءَ تان ترجمو: حسابي سکيا: 1855ع)، ’جبر و مقابله‘ (انگريزيءَ تان ترجمو: 1856ع)، ’ليکي جو ڪتاب‘ (انگي حساب: 1856ع)، جغرافيه جديد‘ (دنيا جي جاگرافي: 1858ع) وغيره شامل آهن. هن پنهنجي سڄي زندگي ادب جي خدمت ڪئي.

ديوان ننديرام، 15 مئي 1875ع تي وفات ڪئي.

**ديوان واڌومل اُڏارام:** مشهور سماجي ڪارڪن ۽ وڪيل ديوان واڌومل ولد اڏارام مولچند جو تعلق ڪراچيءَ سان هو. سندس خاندان کي ڪراچيءَ جي سياست ۾ اهم حيثيت حاصل هئي. ديوان واڌومل ڪراچيءَ جي هوشيار وڪيلن مان هو. هن پنهنجي والد جي وفات ڪانپوءِ سياست ۾ پير پاتو. 1910ع ڌاري ميونسپالٽيءَ جو ميمبر ۽ ڪجهه سالن تائين نائب صدر چونڊيو ويو. 1919ع وارن سڌارن ڪانپوءِ واڌومل اڏارام بمبئي ليجسليٽو اسيمبليءَ جو ميمبر، ڪراچي پورٽ جو ٽرسٽي ۽ ڪراچي بار جو سيڪريٽري رهيو. تقرير جي فن جو ماهر هو. هن پنهنجي نالي سان هڪ فرم ’واڌومل اينڊ ڪو‘ قائم ڪئي، جيڪا ڪراچيءَ جي مشهور فرمن مان هڪ هئي، جتي جونيئر وڪيل تربيت حاصل ڪندا هئا. هن 1921ع ۾ وفات ڪئي. سندس وفات بعد سندس خدمتن جي عيوض حڪومت ۽ ڪراچي ميونسپالٽيءَ بندر روڊ ڪان نگار سينيما تائين، سٽي ڪورٽ جي سامهون وارو روڊ ’واڌومل اوڌارام‘ جي نالي سان منسوب ڪيو. جيڪو ان وقت جو مشهور روڊ هوندو هو ۽ انهيءَ روڊ تي سندس نالي سان هڪ مارڪيٽ به قائم آهي، جيڪا ’واڌومل اوڌارام مارڪيٽ‘ جي نالي سان مشهور آهي. ورهاڱي ڪانپوءِ هن روڊ جو نالو تبديل ڪري ’سيدنا طاهر سيف الدين روڊ‘ رکيو ويو.

**ديوان واصف (ڪتاب):** هي سنڌي ٻوليءَ جي مشهور شاعر محمد بخش ’واصف‘ جي الف ب وار غزلن جو ديوان آهي.




هن ديوان جو مقدمو مشهور شاعر ۽ نقاد شيخ محمد ابراهيم ’خليل‘ لکيو آهي ۽ هن ديوان جو پهريون ڇاپو ڊيمي سائيز ۾ 1922ع ڌاري پوڪرداس ٿانورداس شڪارپور طرفان شايع ٿيو ۽ ان جو ٻيو ڇاپو ڪرائون سائيز ۾ هزار ڪاپيون 1955ع ۾ آر. ايچ. احمد برادرس بوڪ سيلرز، شاهي بازار حيدرآباد طرفان ڇپجي پڌرو

ٿيو. رديفن مطابق الف- ب وار غزلن جو هي ديوان 218 صفحن تي مشتمل آهي. ڪتاب جي آخر ۾ محمد بخش واصف جون وايون بہ ڏنيون ويون آهن. ان کان سواءِ پڇاڙيءَ ۾ مرزا مدد علي بيگ ’مدد‘، منشي عبدالقادر ’وارثي‘ ۽ محمد صديق مسافر هن ديوان جي ڇپجڻ واري سال تي قطعہ تاريخون لکيون آهن. هن ڪتاب جي ان وقت ٽي روپيا قيمت هئي.

**ديوان واله (ڪتاب):** هي فارسي ديوان ننڍي کنڊ جي نامور تاريخدان ۽ شاعر علي قلي واله داغستانيءَ جي فارسي شاعريءَ جو مجموعو آهي. هن جو پورو نالو نواب خان زمان بهادر ظفرجنگ علي قلي تخلص ’واله‘ هو. هي ايران جو نامور شاعر ٿي گذريو آهي، پر سنڌ ۽ هند سان هن جو گهرو تعلق رهيو آهي. پنهنجي سؤٽ خديجہ سلطان سان گهڻي محبت ڪندو هو ۽ ان جي ٻئي سان شادي ٿيڻ کان پوءِ هن سنڌ ۽ هند ڏانهن رخ ڪيو. سندس ديوان ۾ تقريباً 8 سؤ غزل، قصيدا، مثنويون، ساقي نامہ ۽ ٽي سؤ رباعيون آهن. هن حقيقي عشق سان گڏ مجازي عشق کي بہ ڳايو. سندس شاعري صنائع بدائع ۽ فصاحت ۽ بلاغت سان ڀريل آهي. سندس پنهنجي دؤر جي ننڍي کنڊ جي سخن ورن سان گهرو تعلق رهيو هو. خصوصاً ٺٽي جي شاعرن سان تمام گهڻي ويجهڙائي هئس. هن جي ديوان جا ڪيترائي قلمي نسخا انڊيا آفيس، ايران جي نامور ڪتبخانن، پنجاب يونيورسٽيءَ جي ڪتبخاني ۽ رامپور جي ڪتبخاني ۾ موجود آهن. انهن کان سواءِ سنڌ ۾ حيدرآباد جي ٽالپر حاڪمن جي ڪتبخاني ۾ ۽ ٽنڊي آغا جي مرزائن جي ڪتب خاني ۾ پڻ هڪ هڪ ’ديوان واله‘ جو قلمي نسخو موجود آهي.

**ديوان يوسف:** ديوان يوسف مير مير محمد خان ٽالپر جي دوست ۽ خاص مشير محمد يوسف خدمتگار جي غزلن، قعطہ تاريخن، مثنوين ۽ رباعين جو مجموعو آهي. ان کانسواءِ محمد يوسف خدمتگار، مير صوبدار خان ٽالپر ۽ مير محمد نصير خان ٽالپر جو پڻ وزير هو. يوسف جي پرورش



مير مير محمد خان ٽالپر سان گڏ ٿي. هن عربي ۽ فارسي ٻولين تي مهارت حاصل ڪئي. حيدرآباد شهر ۾ ٽنڊو يوسف جو علائقو هن جو ئي آباد ڪيل هو پر جلد ٽنڊو يوسف ڇڏي موجوده سيري کان ٿورو پريرو پاڻون ۾ آباد ٿيو. جتي اڄ بہ سندس اولاد آباد آهي. فارسي ۾ هڪ مڪمل ديوان

کان هڪ ناياب مثنوي ’ماه و مشتري‘ پڻ تصنيف ڪيائين. ديوان يوسف ۾ ساڍا ٽي سؤ غزل رديفن مطابق الف- ب ترتيبوار رکيل آهن.

غزل حافظ شيرازي، سعدي شيرازي، وصال شيرازي، مولانا جامي، فتح علي شاهہ خاقان، امير خسرو، طالب آملي ۽ ٻين فارسي جي نامور شاعرن جي غزلن جا تتبع آهن. غزلن کانسواءِ سنڌ جي ٽالپر حڪمرانن جي بنگلن ٺاهڻ، مسجدن تعمير ڪرائڻ، ولادتن ۽ وفاتن تي چيل ناياب قطعہ تاريخون سنڌي جي تاريخ جو اهم حصو آهن. ان کانسواءِ منقبت قصيدا ۽ نعتون پڻ فارسيءَ ۾ لاجواب آهن. سنڌ جي آخري ٽالپر حڪمران مير محمد نصير خان ٽالپر جي وفات تي چيل ناياب فارسي مرثيو پڻ ديوان ۾ موجود آهي. هي ديوان اڃا تائين شايع نہ ٿيو آهي. هن وقت تائين هن جي ديوان جا ٻہ قلمي نسخا دستياب ٿيا آهن. هڪڙو سنڌ جي نامور اديب، محقق ۽ شاعر ميرزا عباس علي بيگ جي ڪتبخاني ۾ ۽ ٻيو انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄام شوري جي قلمي مسودن ۾ موجود آهي.

**ديوانہ (بستي/ گبربند):** هي اسلامي دؤر جو ماڳ آهي. جيڪو تعلقي جوهيءَ، ضلعي دادوءَ ۾ واقع آهي. کيرٿر جبلن جي اولهہ ۾ بہ مکيہ نئيون وهنديون هيون، هڪ نئن گاج (نئن ڪولاچي) ۽ ٻي نئن حب. اهي ٻئي نئيون هڪ ٻئي جي پرسان وهنديون هيون ۽ سخت برساتن ۾ اٿل ڪري هڪ ٻئي سان گڏجي وهي، ڪولاچيءَ جي ڪُن وٽ عربي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪنديون هيون، پر وقت گذرڻ سان ۽ ڪنهن زميني حادثي يا ڪنهن ٻئي سبب ڪري نئن ڪولاچي (نئن گاج) کير ٿر جي آرپار هڪ ڏکي ۽ ڳجهي سُرنگ (لوڙهہ) مان رستو گهڙي هن وقت دادو ضلعي جي جوهي تعلقي مان لنگهي ايشيا کنڊ جي مٺي پاڻيءَ جي وڏي ۾ وڏي قدرتي ڍنڍ منڇر ۾ ڇوڙ ڪري ٿي.

ڪراچيءَ کان ڪوئيٽا ڏانهن ويندڙ شاهي رستو، هن نديءَ جي پرسان ۽ ڪٿي نديءَ کي ۽ نديءَ جي ٻين پرتو ڪندڙ ننڍين وڏين نَئين کي پار ڪري لنگهي ٿو هن شاهي رستي تي حب چوڪيءَ کان مٿي اتر ۾ دريجي، مهري، خضدار، قلات ۽ ڪي ٻيا ننڍا وڏا ڳوٺ ۽ شهر واقع آهن. پر ان شاهي رستي مٿان يا رستي جي لڳ ڀڳ هڪ اهڙي ويران ۽ ڦٽل وسنهن ۽ بستي جا آثار ۽ کنڊر بہ ملن ٿا، جيڪا بستي 2500 کان 1900 سال ق. م کان اڳي آباد ۽ شاداب هئي. ان کنڊرن واري علائقي کي ’ديوانہ، ديوان ۽ ديوانا‘ جي نالن سان سڏيو وڃي ٿو ۽ اهو ڦٽل شهر ڪراچيءَ کان اتر ۾ 100 ميلن جي پنڌ تي واقع آهي. ديوانہ کان سنڌ ڏانهن اچڻ لاءِ ٽي پراڻيون واٽون آهن. پهرين واٽ اتر واري آهي. ان واٽ سان پٽوڙي ۽ گاڙ لڪن مان ٿي، لوئي ۽ انگائي نئين مان لنگهي، ٽنڊي رحيم خان وٽان ٿيندي، سنڌ ۾ داخل ٿبو آهي. ٻيءَ واٽ سان سارونا ندي ۽ ماڙي اڪري، ديوانا ماڙي لتاڙي ڪوٽو لڪ لنگهي پوءِ منڇر ڍنڍ تائين پهچبو آهي. ٽين واٽ ڏاکڻي واٽ آهي، ان واٽ سان دريجي وٽان لنگهي ٻيلي ٽپ لتاڙي، گزلڪ ٽپي، ٽونگ وٽان نئن باران جي مٿانهين ماڙيءَ مان هلي، ڪوهہ تراش جي ڏکڻ ۾ پراڻي پيش واٽ ۾ اچي پئبو اتان سيوهڻ ۽ ٽاٽي بولا خان ڏانهن رستا وڃن ٿا، پهرين اترين واٽ سان مفاصلو چاليهن ميلن کان ڪجهہ وڌيڪ آهي. وچينءَ واٽ سان ديوانہ کان منڇر تائين پنڌ چاليهن ميلن کان ڪجهہ

گهٽ آهي، پر ڏاکڻي واٽ تمام ڏکي ۽ ڏورانهين آهي.

ديوانہ واري ويران ۽ ڦٽل علائقي ۾ ڪيترين ئي ننڍين ننڍيون ٽڪريون آهن. جن جي مٿان جاءِ بجاءِ پٿرن جون ڍڳيون نظر اينديون. پٿرن جون ڪي ڍيريون ۽ ڍڳيون اهڙيءَ ترتيب سان ڏسڻ ۾ اينديون، جن مان اهو گمان، يقين جي صورت اختيار ڪري ٿو ته اهي ڍڳيون، ديوارن ۽ پيتين جون ئي ٿي سگهن ٿيون. اهي ٽڪريون اتر کان ڏکڻ ڏانهن اٽڪل ساڍا چار سئو فوٽ ۽ اوير کان اولهہ ڏانهن ٽي سئو پنجهتر فوٽن ۾ پکڙيل آهن ۽ ديوانہ جي ماٿري نئن حب جي اوير ۾ ڇهن ميلن جي ايراضي والاري ٿي. ڪنهن سمي نئن ڪولاچي ان ماٿريءَ جي لڳ اوير ۾ وهندي هئي، ڇاڪاڻ اها ديوانہ ماٿري نئن ڪولاچي ۽ نئن حب جي وچ ۾ واقع هئي. هن وقت نئن ڪولاچيءَ جا ڇڏا پاڌا نشان ڏسڻ ۾ اچن ٿا، ڇاڪاڻ تہ نئن جو پيٽ واريا سو علائقو ٿي ويو آهي.

ديوانہ جي اتر ۾ هڪ نالي يا ننڍي نئن جي وهڪري جا آثار بہ ملن ٿا، جيڪو اُن ميداني علائقي کان وٺي جبلن جي دامن تائين 900 فوٽ ڊگهو آهي، اتي ٽڪريون اٽڪل 500 فوٽ اوچيون آهن. انهن ٽڪرين ۾ هڪ لنگهہ آهي، جيڪو ٽڪرين جي اوير ۾ ۽ اصل جبلن جي اولهہ ۾ واقع آهي. اتي جبلن جي اوچائي 1500 فوٽ ٿيندي. اهو هڪ قدرتي لنگهہ آهي، جيڪو ڏيڍ سئو فوٽ ڊگهو آهي. ان لنگهہ مان ساڍا چار هزار سال اڳ پراڻي دؤر ۾ ان علائقي جا رهڻ وارا آبادگار پورو پورو فائدو وٺندا هئا. انهن آبادگارن پنهنجي دور ۾ ان لانگهي کي پنجويهہ فوٽ اوچي ھنڌ سان بند ڪيو هو. ان بند جي پٿرن کي ڪجهہ گهڙيل چٻن سان ( Sand Stone Blocks) تعمير ڪيو ويو هو. ابتدائي دور ۾ اها هنڌ اٽڪل پنجهتر فوٽ ڊگهي هئي. وقت جي ڌاهہ ڌوهہ واري عمل سبب هن وقت گهٽجي پنجي پئي آهي. هن وقت بند ٽري ۾ پنجويهن فوٽن کان مٿي ۽ چوٽيءَ تي ڇهن فوٽن کان بہ وڌيڪ موڪرو آهي. برساتن جو پاڻي وهي ان خال (لنگهہ) ۾ جمع ٿيندو هو.

ان ڍگهي نالي جي اتر اوير واريءَ ڪنڌ تي هڪ دڙو بيٺو آهي، جيڪو 'ديوانہ بستي' جو قديم ترين ۽ بلند ترين دڙو آهي. ان دڙي جي معائني مان معلوم ٿئي ٿو تہ اڏاوتن ۾ جيڪو پٿر ڪتب آندو ويو آهي، سو چٻن جي صورت ۾ پهرين گهڙيو ويو هو. گهرن جي اڏاوتن ۾ اهي گهڙيل پٿر استعمال ڪيا ويا هئا. هڪ عمارت جي بنيادن جا نشان صاف ظاهر بيٺا آهن. عمارت هڪ هموار ۽ سنئين ٿلهي تي بيٺل آهي. هڪ پٽ جي ڏکڻ ۾ هڪ ڏاڪو پڇل حالت ۾ نظر اچي ٿو ان ڪانسواءِ ٿلهي جي وچ ۾ هن گول کڏن جا نشان بہ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. کڏون، قطر ۾ اٽڪل ست فوٽ آهن. ان عمارت جي اولهہ ۾ ٻين ڪيترن ئي ننڍن گهرن جي معمولي اڏاوتن جا بنياد بہ ملن ٿا. ديوانہ جي ٻلين تان گهڻي تعداد ۾ ٺڪريون ملن ٿيون، جن مان تمام گهڻائي اهڙين ٺڪرين جي آهي، جن جو تهہ هلڪي ڳاڙهي يا پيلي رنگ سان رنگيل آهي ۽ ان مٿان ڪاري رنگ ۾ چٽ چٽيا ويا آهن. ان ڪانسواءِ ويڪري ۽ کليل منهن وارن پيالن جو ٺڪرانو پڻ مليو آهي، جنهن کي ڪنارن وٽ اندران ڪريم يا هلڪي پيلي رنگ ۾ پٽو ڪڍيو ويو آهي. ٿانون تي جيڪي بہ چٽ ڪڍيا ويا آهن، سي تمام سهڻا ۽ شاناڻا آهن. جن مان ڪنيارن جي ڪاريگري بکي ٿي. اها چٽسالي هونئن تہ نال تهذيب سان مشابهت رکي ٿي، پر اُن تي مڪاني اثر بہ بلڪل صاف نظر اچي ٿو جيڪو وري منڇر تهذيب وارن چٽن جهڙو آهي. ديوانہ مان لڌل هيو ٺڪرائو بلوچي تهذيب جي عڪاسي ڪري ٿو سمورو ٺڪرانو سنڌو تهذيب (2600-1900 ق.م) واري ٺڪرائي کان وڌيڪ پراڻو آهي. ديوانہ مان مٽيءَ جا پڪل يا ڪچا ڪيڪ نما ٽڪرا، مهرون، ٽامي ۽ ڪُٽ جا اوزار، عاج، هڏن ۽ ڌاتن جون ٺهيل سُيون، ڦڻيون، رانديڪا، وٽ، مورتيون ۽ هيون اهڙيون وٿون نہ مليون آهن، جن جو سنڌو ماٿريءَ واري تهذيب سان واسطو ظاهر ٿئي. سنڌو تهذيب ۾ پٿر ڌاتن، پڪي مٽي، ڪاٺ، عاج، هڏي، چمڙي ۽ سپ جو مناسب ۽ سهڻو استعمال ڏسڻ ۾ اچي ٿو جيڪو ديوانہ ۾ بلڪل اٽلپ آهي. ان ڪانسواءِ جن بہ ٻنين ۽ ڪوٽيرن تي ننڍن ننڍن معمولي گهرن جي پيڙهن جا آثار ڏسڻ ۾ اچن ٿا، تن مان پليءَ پت اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ انهن اڏاوتن جو سنڌو (هڙپا/ موهن جي دڙي) تهذيب وارين اڏاوتن سان پري جو بہ تعلق نہ آهي.

**ديوبند:** هي قديم شهر ڀارت جي صوبي اتر پرديش جي ضلعي سهارنپور ۾ واقع آهي. ديوبند جي تاريخ عشقيہ داستانن ۽ قصن سان معمور آهي. هتي وڻن جي هڪ گهاٽي ٻيلي ۾ موجود هڪ ديويءَ جو مندر آهي، اُن ڪري خيال ڪيو وڃي ٿو تہ 'ديوبند'، ديوي بن (ديويءَ جو جهنگ) جي بگڙيل شڪل آهي.



ديوبند جو سڀ کان پهرين ذڪر 'آئينِ اڪبريءَ' ۾ ملي ٿو، جنهن ۾ ابوالفضل ديوبند ۾ پڪين سرن جي تعمير ٿيل هڪ قلعي جو ذڪر ڪيو آهي. ديوبند ۾ گذريل زماني جا ڪيترا يادگار موجود آهن. ڇتا مسجد کي ديوبند جي تمام پراڻي مسجد ليکيو وڃي ٿو، جنهن جو واسطو پٺاڻن جي ابتدائي دؤر سان آهي. روايت آهي تہ: "شيخ علاؤالدين المعروف شاهہ جنگل باش، جيڪو اتي دفن آهي، ابن الجوزيءَ جو شاگرد ۽ شيخ شهاب الدين سهروردي رح جو مريد هو هتي سڪندر لوڌي، اڪبر ۽ اورنگزيب جي زمانن جون جوڙايل ڪجهہ مسجدون ۽ عمارتون اڄا تائين موجود آهن.

اڄڪلهہ ديوبند شهر اسلامي علم ۽ عرفان جي عظيم درسگاهہ 'دارالعلوم ديوبند' جي ڪري گهڻو مشهور آهي. هي درسگاهہ مولانا محمد قاسم نانوتوي ۽ حاجي محمد عابد حسين تعليم ڪاتي جي ٽن وڏن فاضلن جي ڀرپور مالي مدد سان قائم ڪئي هئي. (وڌيڪ ڏسو: دارالعلوم ديوبند).

**ديوداس** (ناول): 'ديوداس'، ناول بنگالي زبان جي مشهور اديب، ڪهاڻيڪار ۽ ناول نگار شرت چندر چٽرجيءَ 1917ع ۾ لکيو هو. هي هڪ رومانوي ناول آهي، جنهن جا مُکيه ڪردار



ديوداس، پاروتي ۽ چندرمُکي آهن. ديوداس نالي نوجوان بنگال جي هڪ آسودي برهمڻ خاندان ۾ ڄائو هو ۽ پارُو (پاروتي) وچئين ڪلاس جي هڪ واپاري خاندان سان واسطو رکندي هئي. ديوداس ۽ پاروءَ جا مائٽ هڪ ئي ڳوٺ ۾ رهندا هئا، جتي ديوداس ۽ پارو ننڍپڻ جا دوست هئا. ديوداس تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ 13 سال ڪلڪتي ۾ وڃي رهيو ۽ جڏهن تعليم مڪمل ڪري ڳوٺ موٽيو ته پاروءَ کي پنهنجي ننڍپڻ جي پيار جي تڪميل شاديءَ جي صورت ۾ ڏسڻ ۾ آئي. پاروءَ جي مائٽن، ديوداس جي مائٽن سان اهڙي رشتي جي ڳالهه ٻولهه ڪئي. جڏهن پاروءَ جي ماءُ ديوداس جي ماءُ وٽ رشتو کڻي آئي ته هُن اهو چئي سندس بيعزتي ڪئي ته "اسان اعليٰ خاندان جا آهيون، تنهنڪري توهان جي سماجي رتبي کي ڏسي هيءَ شادي نٿي ٿي سگهي." پوءِ پاروءَ جي ماءُ پنهنجيءَ ڌيءَ جو رشتو ڪنهن وڏي خاندان ۾ ڪرڻ جو سوچيو. ان وچ ۾ پارو ۽ ديوداس جون ملاقاتون ٿينديون رهيون ۽ ديوداس پنهنجي پيءُ تي پاروءَ جي رشتي لاءِ زور پريو، پر اُن به انڪار ڪري ڇڏيو. ديوداس مايوس ٿي ڪلڪتي موٽي ويو، جتان پاروءَ کي خط لکيائين ته "اسان صرف دوست رهي سگهون ٿا". ترت ئي هن محسوس ڪيو ته ڪيس ائين نه لکڻ کپي ها ۽ هن ڳوٺ موٽي پاروءَ کي يقين ڏياريو ته پاڻ پنهنجي پيار جو ڀرم رکنداسون. ان وچ ۾ پاروءَ جي مائٽن سندس شادي هڪ ٻارن واري شخص سان ڪرائي ڇڏي، جنهن جي من ۾ پاروءَ لاءِ ڪا به محبت نه هئي. ڪلڪتي ۾ ديوداس کي سندس دوست چوني لال چندر مکي نالي هڪ ڇوڪريءَ سان واقفيت ڪرائي، جيڪا ديوداس جي پيار ۾ ڦاسي پئي. ديوداس تمام گهڻو نشو ڪرڻ شروع ڪيو. سندس من ۾ پاروءَ ۽ چندر مکيءَ جي پيار ڇڪتاڻ پيدا ڪري وڌي ۽ هو سخت بيمار رهڻ لڳو. جڏهن هن جي صحت بلڪل ڪِري پئي ته هو گهر موٽيو ۽ هڪ سرد ۽ اونداهي رات جو گهر پهچندي دروازي تي ئي دم ڏنائين. جڏهن پاروءَ کي اها خبر پئي ته هوءَ ديوانا وار ديوداس جي گهر ڏانهن وٺي ڀڳي، پر سندس مائٽن ڪيس روڪي ورتو.

هي ناول بنگال جي اوڻيهين صديءَ جي اوائلي سماجي زندگيءَ جو عڪس پيش ڪري ٿو جنهن ۾ هڪ سچي پيار ڪهاڻيءَ جو انت ٿئي ٿو.




هي ناول نه رڳو ترجمو ٿيو پر ان تي بنگالي، هندي، تيليگو، تامل ۽ اردو زبانن ۾ فلمون به ٺهيون. جڏهن ته هن ناول جو سنڌيءَ ۾ به ترجمو ٿيو. سنڌي زبان جا مشهور ليکڪ هري موٽواڻي، نارائڻ ڀارتي ۽ ٻيا شرت چندر جي هن ناول توڙي ٻين ناولن کان تمام گهڻو متاثر رهيا. نارائڻ ڀارتي ته شرت چندر تي 'شرت بابو' نالي سنڌي زبان ۾ هڪ ڪتاب به لکيو آهي.

**ديوداسي:** داسي معنيٰ خدمتگار، گولي يا غلام. ديوداسي معنيٰ ديوتا يا ڀڳوان جي ٻانهي. آڳاٽي زماني ۾ هندن جي مندرن ۾ داسيون هونديون هيون، جيڪي ڀڳوان ۽ مندر جي خدمت لاءِ وقف هونديون هيون. هندن جي قديم ڪتابن ۾ داسين جا ست طبقا ڏيکاريل آهن:

(1) **دتا:** اهي ڇوڪريون، جيڪي ڪنهن مندر کي تحفي طور ڏنيون وڃن.

(2) **وڪرتا:** اهي ڇوڪريون جيڪي مندر کي وڪيون وڃن.

(3) **پرتيا:** اهي ڇوڪريون جيڪي پنهنجي پاڻ کي خاندان جي ناماچاريءَ لاءِ مندر جي خدمت لاءِ پيش ڪن.

(4) اهي ڇوڪريون، جيڪي وقتي طور مندر جي خدمت لاءِ مقرر ڪجن.

(5) **هريتا:** اها ڇوڪري، جيڪا کٽي/ اغوا ڪري يا ڌُتاري، مندر کي خدمت لاءِ ڏجي.

(6) **النڪارا:** اُها ڇوڪري، جيڪا ننڍپڻ کان ئي مندر ۾ هار سينگار ڪرڻ جو فن سکي ۽ ٻين ديوداسين کي هار سينگار ڪرائي.

(7) **ردراگا نائيڪا يا گوپي:** اها ڇوڪري، جيڪا مندر لاءِ مقرر معاوضي تي نچي ۽ ڳائي.



مدراس جي 1901ع جي آدمشماري رپورٽ ۾ ديوداسيءَ لاءِ لکيل آهي ته اهي ڇوڪريون مندر ۾ ڳائڻ ۽ نچڻ جو ڪم ڪنديون آهن. مندر ۾ ڳائڻ ۽ نچڻ جو ڪم دنيا جي قديم ترين ڌنڌن مان هڪ آهي. ڪنهن زماني ۾ ديوداسين کي نهايت عزت جي نگاهه سان ڏٺو ويندو هو ۽ ڪين الڳ سماجي رتبو مليل هو.

شيخ اياز پنهنجي هڪ غزل ۾ ديوداسي لفظ هيئينءَ ريت ڪم آندو آهي:

منهنجي اُڪير جا هي، هي چٽ چيت من ۾،
مندر، اُداس ڏيئو، اڌ رات ديوداسي!

هن دؤر ۾ ديوداسي الڳ ذات آهي، جنهن وٽ جدا جدا سماجي قانون آهن، جن مان ڪي ڪين ورثي ۾ مليل آهن، ڪي وقت جي حالتن موجب هنن اپنايا آهن. هن نيات وارن کي پنهنجون الڳ پنچائتون آهن، جيڪي سنڌن مسئلن کي ڏسن ٿيون. هن نيات وارين ڇوڪرين جو ڌنڌو نچڻ آهي ۽ اهي مندرن سان پرڻيل سمجهيون وڃن ٿيون. اهڙي قسم جي نشانيءَ طور ڪين ڳچيءَ ۾ اهڙو پٽو ٻڌو ويندو آهي، جيڪو سنڌن نيات جا ماڻهو ڪين ٻڌندا آهن. هن دؤر ۾ ديوداسين جي شاديءَ جو رواج پيو آهي، جو

مندرن جو اهو قديم نظام سندن سار سنڀال نٿو ڪري سگهي. ديوداسين جي اولاد کي (اهي ڇوڪرا هجن يا ڇوڪريون) هڪجهڙا حق مليل آهن. اهي آزاد هوندا آهن. اڪثر ڇوڪرا موسيقيءَ سان لاڳاپجي ويندا آهن. ڇوڪريون به نچڻ جو ڌنڌو اختيار ڪنديون آهن.

محترم شفيع محمد سولنگيءَ جي تحقيق موجب ته سيوهڻ ۾ موجود ڪافيون به شِوَ جي داسين جون رهتون آهن. اهو نظام ٽٽڻ ڪانپوءِ اهي ڪافيون هاڻوڪو روپ اختيار ڪري ويون آهن. (ڏسو: 'ڪافي')

**ديورار** (Devarar): هندستان جي هرياڻا رياست جي ضلعي جند ۾ هڪ ڳوٺ ديورار آهي، جتي سنڌو تهذيب سان واسطو رکندڙ به ماڳ آهن. هڪ ماڳ "29°05'53.4 ڊگريون اترويڪرائي ڦاڪ ۽ "76°23'17.6 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي ميهام جلونا ڳوٺ کان هڪ ڪلوميٽر اتر ۾ آهي. مقامي طور هن ماڳ کي ڪيري (Kheri) سڏيندا آهن. ماڳ اٽڪل پنجن هيڪٽرن جي ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهي. ڏڙو 0.5 ميٽر اوچو آهي. هن وقت ماڳ پوکيءَ هيٺ آهي. جڏهن ماڳ جي کوٽائي ڪئي وئي ته هتان سوٿي-سسوال (Sothi-siswal) ڪلچر سان پيٽڻ جهڙيون وٿون مليون.

هندستان ۾ 'سوٿي سسوال' ڪلچر جو اهو ئي زمانو آهي، جيڪو ڪوٽڏيجي يا آمريءَ جي ماڳن جو آهي، جنهن کي اسان اوائلي سنڌو تهذيب جو دؤر (Early Indus Civilization) سڏيون ٿا. هتان ملندڙ ٿانون جو نمونو اهڙو ئي آهي، جهڙو اوائلي هڙپائي دؤر جي مختلف ماڳن تان ملي ٿو. ٿانون ۾ وڏا گندڙا ۽ ڇَٻِيل نندا وڏا ٿانوَ ملن ٿا. اهڙا ٿانو جن جي ڪنن تي لهريدار ليڪون نڪتل آهن. هتان ڪجهه ٺڪر جي چوڙن جا ٽڪرا به مليا آهن. اهڙا ٿانوَ به مليا آهن، جن تي پور وچوٽ ٿلهيون ليڪون نڪتل آهي. ٿي سگهي ٿو ته اهو چٽ مقامي هجي. هڪ ڳاڙهي ٿانءَ تي ٿلهو ڪارو ليڪو نڪتل آهي جيڪو هڙپا جي اوج واري دؤر (Mature Indus Civilization) سان واسطو رکي ٿو. ٻيو ماڳ "14.3 '06 °26 ڊگريون اترويڪرائي ڦاڪ ۽ "24.5 '16 °76 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي، ديورار ڳوٺ کان ڏيڍ ڪلوميٽر اولهه طرف ڪماس کيرا مائينر جي ڪاٻي ڪپ تي موجود آهي. ماڳ ٻن هيڪٽرن جي ايراضيءَ تي پکڙيل آهي ۽ سڄي ايراضي هن وقت پوکيءَ هيٺ آهي. هتان اوائلي ۽ بعد هڙپائي (Post-Harappan) دورن جا آثار ملن ٿا. 1981ع ڌاري هن ماڳ جي کوٽائي ڪئي وئي ته هتان گهڻي ڀاڱي 'بعد هڙپائي دؤر' جو ٺڪرائو جهجهي تعداد ۾ مليو آهي. هڪ ٿانو به مليو آهي، جنهن جي ڪَني (Rim) ۽ ڳچيءَ (Neck) تي ڪارا پٽا ۽ ليڪون نڪتل آهن. جڏهن ته ٿانو جو جسم (Body) ڳاڙهو آهي. هڪ ٿانو جي ڪڇ تي لهريدار ڪاريون ليڪون ڏنل آهن. ان لاءِ چئي سگهجي ٿو ته، ديورار 2 هڙپائي اوج (Mature Harappan) واري دور سان واسطو رکندڙ آهي.

**ديو ساڪ** (راڳڻي): هي ڪافي ناٽ جي اوڊو سمپورن راڳڻي آهي، جنهن ۾ ڌيوت ۽ گنڌار دربل آهن. هن راڳڻيءَ ۾ ميگهه ۽ ڪانڙي جي ملاوت آهي. ڪي پنڊت ڌيوت جو سُر ورج رکن ٿا، پر چيتر پنڊت جو چوڻ آهي ته ڌيوت جي پرڇائين ضروري آهي ۽ گنڌار اندولن آهي. مڌم جي مٿان نياس آهي. هن راڳڻيءَ ۾ ڪجهه سوها جي شڪل نظر اچي ٿي. هن ۾ ڪي انگ سارنگ جا به آهن. سنگيت سار امرت ۾ بنهي گنڌارن کي ڪار ڪندي، رکب کي ورج ڪري لکيو آهي. پر اها مڌم اچڪلهه هلي ڪا نه ٿي. هئي نڪادون استعمال ۾ اچن ٿيون. هن راڳڻيءَ جي تان: سا- ما ما — ري — سا- سا ري- نِا سا- گا گا گا- پا پا- نا پا- گا- ما ري- سا- نِا سا- ما ري- سا ري سا- گا گا- پا- ما ري- ما پا- ڌي ما پا- نا پا- گا- ما ري- ما ري — سا آهي. آروهي: سا ري گا ما پا نا سا ۽ امروهي: سا نا ڌي پا ما- گا ري سا آهي. وادي سُر: مڌم ۽ سموادي سُر: کرج آهن. هي راڳڻي منجهند جي وقت ڳائبي آهي.

**ديو سياڻي**: مشهور ليکڪ، ترجمي نگار ديو سياڻي، 13 مارچ 1911ع تي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو ابتدائي ۽ ثانوي تعليم لاڙڪاڻي مان وٺڻ بعد 1933ع ۾ ڪراچيءَ جي ڊي. جي. سنڌ ڪاليج مان بي. اي ڪيائين. جنهن بعد انشورنس جو ڌنڌو شروع ڪيائين. 1961ع ۾ ڪراچيءَ مان 'آشا' نالي هڪ ماهوار رسالو جاري ڪيائين ۽ انهيءَ نالي سان هڪ اشاعتي ادارو به قائم ڪيائين. جنهن جي طرفان ڪيترائي ناول ۽ ڪهاڻين جا ڪتاب ڇپرايائين. ورهاڱي بعد ڀارت لڏي ويو.

سندس ترتيب ڏنل، لکيل ۽ ترجمو ڪيل ڪتابن جو وچور هن ريت آهي: منهنجي نؤرني (ناٽڪ: 1933ع)، بدلو (ناول: ترجمو: 1941ع)، چوڙين وارو (ترتيب ڏنل ڪهاڻيون 1942ع)، اڌڪار (ناول: ترجمو: 1942ع)، اڌورو پريم ۽ ٻيون آکاڻيون (ترتيب: 1942ع)، سدا سهاڳڻ (ناول: ترجمو: 1942ع)، مڪتي (ناول: ترجمو: 1943ع)، چنگاري (ناول: ترجمو: 1943ع)، واپسي (ناول: ترجمو: 1944ع)، قسمت (ناول: ترجمو: 1945ع)، ڌڪار (ناول: ترجمو: 1945ع)، مولانا ابوالڪلام آزاد (سوانح) ۽ انقلابي.

**ديوڪرن**: ديو ڪرن راءِ ديسل، ڪڇ جي حڪمران جو سپهه سالار ٿي گذريو آهي. تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دؤر ۾ ڄاڻايل آهي ته: "1719ع ۾ ڪڇ جو راءِ ديسل حڪمران بڻيو. راءِ ديسل ملڪي سرحدن تي مداخلت سبب سخت پريشان رهندو هو. آخر راءِ ديسل جي راڻي سندس مالي مدد ڪئي ۽ پنهنجو هڪ خاص خزانچي بادشاهه لاءِ مقرر ڪيو. جنهن جو نالو ديوڪرن هو. ديوڪرن وڏو ذهين ماڻهو ۽ بهادر سپهه سالار هو. هن فوج جي ورهاست ڪري سرحدن جي حفاظت اهڙي نموني ڪئي، جو سڀ حيران ٿيا ۽ راءِ ديسل کيس سڄي ملڪ جو انتظام هٿ ۾ ڏنو. جڏهن 1745ع ۾ راءِ ديسل فوت ٿيو ته ان جي جاءِ تي سندس پٽ راءِ لاکو گاديءَ تي ويٺو. راءِ لاکو حد درجي جو ظالم هو. هن مرڻ کان اڳ پيءُ کي ڏهه سال جيل ۾ رکيو هو ۽ ديوڪرن کي اِن ڏوهه ۾ قتل ڪرايائين ته راڻيءَ (سندس ماءُ) سان ديوڪرن جا ناجائز تعلقات هئا. ديوڪرن جي پٽ راءِ لاکي سان صلح ڪرڻ چاهيو، پر راءِ کيس قتل ڪرائڻ چاهيو. آخر ديوڪرن جي پٽ سيٺ پونچو کي ڪڇ مان ڀڄڻو پيو. هي ديوان گدو مل جي مدد سان ميان غلام شاهه وٽ رسيو ۽ ميان غلام شاهه جي مدد ڪرڻ لاءِ راءِ لاکي تي حملو ڪيو. جنهن ۾ ميان غلام شاهه کي فتح حاصل ٿي. ميان غلام شاهه اهو فيصلو ڪيو ته سيٺ پونچو کي اهوئي عهدو ڏنو وڃي، جيڪو سندس پيءُ ديوڪرن وٽ هو. ان ڪانسواءِ هي به فيصلو ٿيو ته راءِ جي ڀيڻ جي شادي ميان صاحب سان ٿيندي. ميان جي وڃڻ ڪانپوءِ راءِ لاکي هڪدم سيٺ پونچو کي به قتل ڪرائي ڇڏيو.

**ديو گري** (راڳڻي): بلاول ٺاٽ جي اوڊو سمپورن راڳڻي آهي. هي بلاول جو هڪ قسم آهي، جنهن ۾ ڪلياڻ ٺاٽ جا ڪجهه انگ رکيل آهن. هن راڳڻيءَ ۾ وادي سُر ڪرج ۽ سموادي سُر پنچم ٿئي ٿو پر ڪن گرنٿن ۾ امروهي ۾ ڌيوت ۽ گنڌار ڪو نه ٿئي. ڪنهن ڪنهن وقت ڳائڻ وارا ٿوري تيور مڌم جي مرڪ ڏيندا آهن. بلاول ٺاٽ جي راڳڻ ۾ اها خوبي آهي ته امروهيءَ ۾ هميشه بلاول جي صورت واضح ٿئي ٿي، جيڪڏهن مڌم تيور هن ۾ زياده لڳايووجي ته هي راڳ يمني بلاول جو ڏيک ڏيندو. رات جي ڳائڻ وارا راڳ گهڻو ڪري آروهيءَ ۾ ظاهر ٿيندا آهن ۽ ڏينهن جي ڳائڻ وارا راڳ امروهيءَ ڪن پنڊتن ديوگريءَ ۾ پنچم کي ورج ليکيو آهي، پر 'لڪش سنگيت' جو ليکڪ ان کي سنونٿو سمجهي.

هن جي آروهي: سا ني ڌي ني ڌي سا ري گي- گي ما گي- پا ڌي ني ڌي سَا ۽ امروهي: ساني ڌي ني پا ما گي ماري سا آهي. هن جي چال سا- ڌي سا – ري گي- ما ري سا، ۽ وادي سُر: ڪرج (سا) ۽ سموادي : پنچم آهي. جڏهن ته هن جي ڳائڻ جو وقت رات جو ٻيو پهر آهي، پر راڳ ساگر جي ليکڪ هن جي ڳائڻ جو وقت صبح ٻڌايو آهي.

**ديو گنڌار/ گنڌاري** (راڳڻي): هي آساوري ٺاٽ جي سمپورن راڳڻي آهي، جنهن جي آروهيءَ ۾ گنڌار ۽ ڌيوت جا سُر ورج آهن. امروهي سمپورن اٿس. گره جو سر مڌم ۽ نياس جو سر ورج آهي. هي راڳ آساوري ۽ ڌناسريءَ جي ميلاپ مان ٺهيل آهي. ڌناسريءَ جو انگ آروهيءَ مان ۽ آساوريءَ جو انگ امروهيءَ مان ظاهر ٿئي ٿو. ڪنهن گرنٿ ۾ هن کي پيروي ٺاٽ جي راڳڻي ڪري ڄاڻايو ويو آهي، جتي گنڌار ۽ نکاد جا سُر ورج آهن، پنچم وادي ۽ ڪرج نياس جا سُر ڄاڻايل آهن. ڪن ۾ وري ڪافي ٺاٽ جي راڳڻي ڄاڻائي آهي. ڪرناٽڪ وارن وٽ هيءَ راڳڻي بلاول ٺاٽ ۾ شامل آهي. هن کي عام طور گنڌاريءَ جي نالي سان به سڃاتو وڃي ٿو.

هن جي آروهي: سا ري ما پا نا سَا ۽ امروهي: سا نا ڌا پا ما گا را سا آهي. وادي سُر: ڪرج ۽ سموادي: پنچم آهي. جڏهن ته هيءَ راڳڻي منجهند جو ڳائبي آهي.

**ديولي**: ديولي، سنڌو درياهه جي مکيه وهڪري جي هڪ ڇاڙهه آهي، جنهن ۾ تمام گهڻو پاڻي هوندو هو. ان ڪري هن ڇاڙهه کي ديولي يا ست منهون سڏيندا هئا. ان ڪانسواءِ سنڌوءَ جا اهي ڦاٽ جيڪي لاڙي بند وٽان سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪندا هئا، تن کي 'ديولي يا ديبل' جو درياهه سڏيو ويندو هو. هيملٽن چوي ٿو ته ديولي نالي ڦاٽ کي هاڻي ڳولي لهڻ ڪجهه ڏکيو ٿيندو. ان جي مٿان هڪ مسلمان بزرگ جو مقبرو آ هي. ان قبي کي پري کان ڏسڻ لاءِ چن سان اڇو رنگ ڏنو ويندو آهي.

**ديوناگري** (لپي): ديوناگري هند سنڌ جو هڪ قديم رسم الخط (لپي) آهي، جيڪو ڏهين صدي عيسويءَ ۾ سموري ڀارت ۾ رائج هو لسانيات جي ماهرن ۽ ڄاڻو ماڻهن جو چوڻ آهي ته ديوناگري لپي ۽ ڀارت جي ٻين اهم لپين جو جنم برهمي لپيءَ مان ٿيو آهي. ناليواري لسانيات جي ماهر ڪمار چيٽرجي ۽ ٻين عالمن جو خيال آهي ته برهمي لپيءَ جو بنياد دنيا جي ڪا اڳاٽي پرڏيهي لپي نه، پر موهن جي دڙي واري لپي آهي، جنهن کي سنڌو سڀيتا جي لپي ڪوٺيو وڃي ٿو براهمي لپيءَ جي اکرن جو رواج ڀارت ۾ چوٿين پنجين عيسوي صديءَ ۾ 'گپت' لپي جي صورت ۾ پيو جنهن جو ثبوت گپت گهراڻي جي راجائن جا مليل ڪتبا ۽ سڪا آهن. جڏهن ته ڪجهه عالمن ان کي 'ڪٽل لپي' جو نالو به ڏنو آهي.

ان لپيءَ انيءَ کان ڏهين عيسوي صديءَ تائين واري عرصي ۾ چٽيءَ طرح ديوناگريءَ جو روپ اختيار ڪري ورتو ديوناگريءَ لپيءَ ۾ حرفن مٿان سڌي ليڪ ۽ حرف جي هيٺيان مٿان، اڳيان يا پٺيان ماترائون (سر يا آوازن جون نشانيون لڳائڻ) ڏبيون آهن. اها هن لپيءَ جي خاص سڃاڻپ آهي. جهڙيءَ طرح ڀارت ۾ قومي سطح تي تسليم ٿيل لکتن ۾ برهمي ۽ گپت لپيون شامل رهيون، ائين ئي ڏهين صدي عيسويءَ کان هاڻوڪي دور تائين ديوناگري لپيءَ کي قومي سطح تي تسليم ڪري ڀارت ۾ رائج ڪيو ويو. ان ڳالهه جي آڌار چٽي سگهجي ٿو ته موجوده سنڌ جي حدن ۾ مقامي لپين سان گڏ ديوناگري لپيءَ جو استعمال عام هو. عالمن جي چوڻ موجب: "ارڌناگري، جيڪا سڌماترڪا ۽ ديوناگريءَ جي ميل واري لکت آهي، ان جو استعمال جيسلمير ۽ سنڌ جي ڪجهه حصن ۾ ٿيندو هو. سموري ڀارت ۽ ان کان ٻاهر ديوناگري لپيءَ جي ڦهلاءَ جو اهم ڪارڻ اهو به آهي ته هيءَ لپي ماترائن جي استعمال سان ڳالهائجندڙ ٻولي ۽ لکجندڙ ٻوليءَ جي مڪمل تصوير پيش ڪري ٿي، مطلب ته ٻنهي ۾ گهڻي مشابهت آهي ۽ حرف جي بيهڪ لسانيات ۾ آرٿوگرافي يا لکت جي اصولن مطابق آهي. سنسڪرت ٻوليءَ جي لکڻ جو رواج پڻ شروع کان هن لپيءَ ۾ ٿيندو رهيو آهي، (جو ته ديوناگريءَ جي لکت واري رواج کان اڳ ۾ سنسڪرت ٻوليءَ کي برهمي ۽ گپت لپين ۾ لکيو ويندو هو.) ان حوالي سان جتي جتي سنسڪرت ٻوليءَ جو پرچار ٿيو، اتي ديوناگري لپيءَ جو به پرچار ٿيو. ان حوالي سان به ديوناگريءَ جو ڦهلاءَ وسيع ٿيو. جنهن کي نظر ۾ رکندي، ڀارت جي مسلم دؤر جي ڪيترن بادشاهن پنهنجي جاري ڪيل سڪن تي ديوناگريءَ ۾ پنهنجا نالا لکرايا.

ڀارت جي علائقن گجرات ۽ راجستان مان برهمي ۽ پروٽو ناگري اکرن ۾ چڱيون خاصيون لکتون هٿ آيون آهن. انهن علائقن ۾ پراڪرت ۽ اپڀرنش ٻولين جو ديوناگري لپيءَ ۾ لکيل قديم ادبي سرمايو تمام گهڻي انداز ۾ هٿ آيو آهي، جنهن ۾ اسين آسانيءَ سان جهوني سنڌي ٻوليءَ جو عڪس پسي سگهون ٿا. سورهين صدي عيسويءَ جي شاعر قاضي قادن جو ديوناگري لپيءَ ۾ لکيل ڪلام مليو آهي، جيڪو هرياڻا ۽ راجستان

جي پوڄارين جي هڪ مٺ ۾ محفوظ هو. ان کان سواءِ ڪوي دادو ديال (1544- 1603ع) جا سنڌيءَ ۾ ڪجهه دوها ۽ پد بہ مليا آهن، جيڪي ديوناگري لپيءَ ۾ آهن.

خود سترهين صدي عيسويءَ ۾ سکن جي پنجين گرو ارجن ديو 1604ع ۾ ’گرنٿ جو سنگرهہ‘ تيار ڪيو. ان ۾ بابا فريد جا سنڌي ۽ سرائيڪي دوها بہ شامل آهن. اهو سمورو ڪتاب گرمکي لپيءَ ۾ لکيل آهي. گرمکي، ناگري ۽ شاردا لپين مان جوڙي وئي آهي. سترهين صدي عيسويءَ ۾ گجرات ۾ مشهور سنت سوامي پراڻ ناٿ (1618ع کان 1694ع ۾) جون سنڌيءَ ۾ ’چوپايون‘ ملن ٿيون، جيڪي ديوناگريءَ ۾ لکيل آهن. انهن مثالن مان ثابت ٿئي ٿو تہ چوڏهين ۽ پندرهين صدي عيسويءَ کان وٺي سنڌي ٻوليءَ جون اڪثر رچنائون ديوناگري لپيءَ ۾ قلمبند ڪيون ويون. خود اسماعيلي پيرن جو رچيل ڪلام ’گنان‘، جيڪو خواجڪي خط ۾ لکيل آهي. اها بہ ديوناگريءَ جي لکت آهي. ائين پنجاب ۾ لکجندڙ گرمکي پڻ ديوناگريءَ نسل جي لکت آهي. ان ڪانسواءِ گذريل ٽن صدين ۾ سنڌ ۾ شاعريءَ ذريعي ديوناگري لپيءَ جو چڱو خاصو پرچار ٿيو. ڪئپٽن جارج اسٽئڪ جو سنڌي گرامر، انگريزي- سنڌي ۽ سنڌي- انگريزي ڊڪشنريون ديوناگري لپيءَ ۾ ڇاپيون ويون. اڌارام ٿانورداس، تعليم کاتي پاران جيڪي قصا ڇپايا هئا، انهن ۾ لالي ڦڳت جي قصي ’ڪامسين ۽ ڪامروپ‘ جو قلمي نسخو ڪيس ديوناگري لپيءَ ۾ لکيل مليو. 1853ع ۾ سنڌي هندن جي زوردار گهر تي انگريز سرڪار جي تعليم کاتي سنڌي درسي ڪتاب ديوناگريءَ ۾ ڇپائي پڙهڻ لاءِ ميسر ڪيا هئا. هينئر سوڌو سنڌي ساهت (ادب) جا هزارين ڪتاب ديوناگري لپيءَ ۾ شايع ٿيل آهن. انهن ڇپيل ڪتابن ڪانسواءِ ارڙهين ۽ اڻويهين صدي عيسويءَ جا اٽڪل 200 قديم قلمي نسخا ديوناگريءَ ۾ موجود آهن. هيءَ ٻولي کاٻي کان ساڄي طرف لکي ويندي آهي، جيئن سنسڪرت ۾ لفظ گڏي لکيا ويندا آهن، مطلب تہ حرف جو مٿيون حصو گڏيل نظر ايندو پر نئين طريقي ۾ اکرن جي وچ ۾ وڇوٽيون ڇڏيون وڃن ٿيون. هن لپيءَ ۾ 12 حرف علت ۽ 34 وينجن (حرف صحيح) آهن. هن وقت ڀارت ۾ سنڌي لکڻ لاءِ عربي خط خان گڏ ديوناگري لپي بہ رائج آهي، جنهن ۾ درسي ۽ ادبي ڪتاب تيار ڪيا وڃن ٿا.

**ديوي** (Masquette): ديوي، وڻ جو هڪ قسم آهي، جيڪو واهن ۽ شاخن جي سم وارن ڪپرن کان سواءِ غيرآباد زمينن ۾ ٿيندو آهي. ديويءَ جو



لاطيني نالو ’Prosspis juliflora‘ آهي. ديويءَ جا ڪنڊا ٿلها ۽ تکا ٿيندا آهن. ديويءَ جون ڪاٺيون ٻارڻ جي ڪم بہ اينديون آهن.

ديويءَ جو وڻ سڄيءَ سنڌ، خاص ڪري ضلعي ٿرپارڪر جي ڏيپلي، ننگرپارڪر ۽ عمرڪوٽ تعلقن ۾ جهجهي تعداد ۾ ٿئي ٿو. هن جون ڦريون مال جي چاري لاءِ ڪم اچن ٿيون.

ديوي زمين ۾ پاڙ هيٺ هڻندي آهي، ان ڪري ان کي پاڻيءَ جي گهٽ ضرورت پوندي آهي. برسات جي پاڻيءَ تي وڌندي آهي. ديوي لوڻياٺي ۽ سم واري زمين تي وڌيڪ اُسري ٿي. هن جون ڦريون ٻڪريون کائينديون آهن. ڪڏهن ڪڏهن اُهي سخت هئڻ ڪري ٻڪرين جون ڄاڙيون ڦيرائي ڇڏينديون آهن. ديويءَ جي وڻن جي واڌ گهٽ ڪري 1965ع ۽ 1971ع وارين جنگين دوران سڄي ٿر ۽ پارڪر ۾ ٻج ڇٽڻ سان ٿي آهي. وڌيڪ واڌ، ديويءَ جي ٻج پکڙڻ سان ٿئي ٿي.

**ديوي ٻائي هاسو مل**: ديوي هاسو مل ماڪيجاڻيءَ جو جنم، 1906ع ڌاري ٿيو. سندس پيءُ ڪرمچند امرتراءِ سکر جي ميونسپل هاءِ اسڪول ۾ هڪ آدرشي اُستاد (اڌياپڪ) هو ۽ سندس ماءُ ڌرمي جذبي واري آدرشي گهر ڌياڻي هئي، جنهنڪري سندن ٻارن ۾ بہ اهي خصلتون پيدا ٿيون. ديوي ٻائيءَ کي بہ ننڍي هوندي کان اهو وايومنڊل ۽ صحبت نصيب ٿي، جنهنڪري هن جي زندگيءَ کي آدرشي موڙ مليو. خاص ڪري سندس ٻن ڀائرن هيرانند ڪرمچند (ايڊيٽر ’هندستان‘ اخبار) ۽ شيوڪرام ڪرمچند (جنرل سيڪريٽري سرونٽس آف پيپلز سوسائٽي، دهليءَ) جو سندس زندگيءَ تي وڏو اثر پيو، جن پنهنجي سڄي زندگي سماج ۽ ديس جي خدمت ۾ گذاري.

خوشقسمتيءَ سان ديوي ٻائيءَ کي مڙس هاسو مل بہ اهڙن ئي ويچارن وارو مليو. هو بہ ننڍي هوندي کان وٺي ٻنهي ڀائرن جو پاڙيسري، دوست ۽ ساٿيءَ راهہ جو پانڌيئڙو هو، ان ڪري ديوي ٻائيءَ کي 1927ع ۾ شاديءَ کان اڳ ۾ توڙي پوءِ پنهنجي ترقيءَ ۽ واڌاري جو پورو وجهہ مليو.

1919ع ۽ 1921ع ۾ مهاتما گانڌيءَ جيڪي هلچلون هلايون، تن سندس ڀائرن وانگر هن تي بہ وڏو اثر وڌو. گانڌيءَ جي 1932ع ۽ 1942ع وارين هلچلن هن کي ڇڪي سياسي ميدان ۾ آندو ۽ ٻنهي زال مڙس انهن ۾ سرگرم ڀرو ورتو، جنهنڪري کين ڪيترا ڀيرا جيل ڀوڳڻو پيو ۽ اهو بہ ’سي‘ ڪلاس ۾. انهن هلچلن هلندي ديوي ٻائيءَ کاڌيءَ ۽ سوديشي هلچلن ۽ هريجنن جي خدمت جي ڪم ۾ سرگرم حصو ورتو.

هن جي خدمت واري جذبي کان متاثر ٿي ڪانگريس ٽڪيٽ تي کيس حيدرآباد سنڌ جي ميونسپل جي ميمبريءَ لاءِ اميدوار بيهاريو ويو، جنهن ۾ هن هڪ اثر رسوخ واري ميمبر لوڪي مل کي شڪست ڏئي چونڊ کٽي ۽ سنڌ ۾ پهرين عورت هئي، جيڪا ميونسپل ميمبر بڻي. اُتي رهندي هن جيڪا پنهنجي وارڊ، هيرآباد جي خدمت ڪئي، اُها وسرڻ جي نہ آهي. روز صبح جو اُٿي وارڊ جا چڪر هڻندي هئي تہ رستن جي ڪسين وغيره جي صفائي پوري ٿئي ٿي يا نہ. ان ڪري سينيٽري انسپيڪٽر ۽ ٻيا بلڪل خبردار رهندا هئا. سندس خدمتن جو قدر ڪندي اُن وقت جي حيدرآباد جي ڪليڪٽر يُو. ايم. ميرچنداڻيءَ جي سفارش تي سنڌ سرڪار کيس جي. پي (J. P) بنايو، پر اُن وقت جي هن ڪانگريسي سوچ واريءَ خوددار عورت اُهو پَد قبولڻ کان انڪار ڪيو.

حيدرآباد ۾ هن پنهنجي مڙس جي سهڪار سان هڪ ’گانڌي گروپ‘ قائم ڪيو، جتي اسڪولي شاگردن، خاص ڪري ڇوڪرين جا هفتيوار اسٽڊي ڪلاس (Study Classes) هلايا ويندا هئا ته جيئن اُنهن ۾ وطن دوستي ۽ ديس جي خدمت جو جذبو پيدا ٿئي. اُن سڪيا جو ئي اثر هو جو جڏهن 1943ع واري تحريڪ ۾ ديوي ڀائي جيل ۾ وئي ته ساڻس گڏ ڇوڪرين جو به هڪ شاهي ٽولو سزاياب ٿيو ۽ اهي ديوي ڀائيءَ سميت حُرن جي زالن سان گڏ رهايون ويون. ورهاڱي کان پوءِ ديوي ڀائي ڀارت اچڻ بعد پنهنجي مڙس سان گڏ سوراشٽر وئي، جتي سندس مڙس کي ريهيبليٽيشن آفيسر مقرر ڪيو ويو هو. هوءَ به اُتي رهي ۽ مڙس سان گڏ سنڌ مان لڏي آيل شرنارٿين جي ڪئمپن جا دورا ڪندي رهندي هئي ۽ جيڪا خدمت هن لڏي آيل سنڌين جي ڪئي، ان جي ساک سوراشٽر جي وڏي وزير ڍيبر ڀائي، مشهور اديب نارائڻداس گانڌي ۽ پشپا پنڊ ميهتا شاندار لفظن ۾ ڀري آهي.

بمبئيءَ اچڻ بعد هوءَ گهرو زندگيءَ تائين محدود رهي. 1955ع ڌاري کيس سَنڌن جيءَ سُور (Reheumotrised Anthorites) جي شديد تڪليف ٿي. هوءَ ساڌو واسواڻيءَ جي ڀڳتڻ هئي، جنهن هڪ ڀيري کيس لکي ڏنو ته ”ڏاتيءَ وٽان تو کي اها ’سُورن جي سوکڙي‘ ملي آهي.“

ديوي ڀائيءَ 7 آگسٽ 1967ع تي وفات ڪئي.

**ديويڪا راڻي**: برصغير جي پهرين خاتون اداڪاره ديويڪا راڻيءَ جو تعلق ٽئگور خاندان سان هو. انگلستان مان تعليم ۽ تربيت حاصل ڪري 18 سالن جي عمر ۾ هندستان موٽي آئي. هن کي فلمي دنيا ۾ اچڻ جو گهڻو شوق هو. ان ڪري فرانس، انگلنڊ ۽ جرمنيءَ جي نگارخانن ۾ وڃي تربيت ورتائين ۽ فلم جي هر شعبي ۾ ڄاڻ حاصل ڪيائين. هن جي فني صلاحيت کي ڏسندي ’ٽوئينٽيٿ فاڪس سينچري‘ جهڙي اداري کيس فلم ’سنيڪ چارمرس ڊانس‘ ۾ اهم ڪردار ادا ڪرڻ جي آڇ ڪئي، پر هن انڪار ڪري ڇڏيو ڇو ته ان وقت هوءَ سئيزرلينڊ جي هڪ اسٽيج ڊرامي ۾ ڪم ڪري رهي هئي. ان کان پوءِ هوءَ هندستان موٽي آئي. 1929ع ۾ هن فلمساز همسو راءِ سان شادي ڪئي. هن پنهنجي پهرين فلم ’ڪرما‘ ۾ اداڪاري ڪئي، جيڪا هندستان جي آخري انگريزي فلم هئي ۽ لنڊن جي اسٽول اسٽوڊيوز ۾ فلمائي هئي. هن فلم جي ڪاميابيءَ کان پوءِ ديويڪا راڻي ۽ سندس مڙس همسو راءِ ’بمبئي ٽاڪيز‘ جو بنياد وڌو، جتان ڪيترين يادگار فلمون تيار ٿيون، جن ۾: ’جواني ڪي هوا‘، ’مامتا‘، ’خاوند بيوي‘، ’اڇوت ڪنيا‘، ’درگا‘، ’نرملا‘ ۽ ’جوار ڀاٽا‘ شامل آهن. هن دليپ ڪمار کي فلمي دنيا ۾ متعارف ڪرايو. مڙس جي مرڻ کان پوءِ هن همت نه هاري ۽ فلمساز جي حيثيت سان ’پنر ملن‘، ’انجان‘، ’جهولا‘، ’بسنت‘، ’قسمت‘، ’هماري بات‘، ’چار آنکهين‘، جوار ڀاٽا‘ ۽ ’پريتما‘ جهڙيون وڏيون فلمون ٺاهي هندستان جي فلمي صنعت جي ڪاميابيءَ لاءِ بنياد رکيو. سندس انهن خدمتن عيوض ڪجهه سال اڳ کيس ڀارت جي سڀ کان وڏي اعزاز ’پدماشريءَ‘ سان نوازيو ويو.



**ديوي واسنا ڀري** (ڪتاب): هي ناول هند جي مشهور سنڌي ليکڪ شوي ٻولچند راماڻيءَ جو لکيل آهي. هن ناول ۾ زال مڙس جي گهرو جيوَن جي تصوير چٽي وئي آهي ۽ انساني امنگن ۽ اميدن، خوبين ۽ خامين جو ڪردارن ذريعي چٽ چٽيو ويو آهي. ناول ۾ سنڌي جيوَت جو نقشو، سنڌي ٻوليءَ جو رَس ۽ چَس ڪمال ڪاريگريءَ سان برقرار رکيو ويو آهي. ناول جو هيرو شونات، ليکڪ جي آتم ڪٿا جو انگ لڳي ٿو. ٻن جوڙن شِونات ۽ مٺيءَ جو ۽ موهن ۽ پپن پريءَ جو ميلاپ پڙهندي ۽ برهه جون ٻاتيون ٻڌندي گهرو جيون جي ڪهاڻي مزيدار ڀاسي ٿي. ناول ۾ هنڌ هنڌ شاهه جي بيتن جو استعمال ناول کي ڪٽي بيٺو آهي.



هي طبعزاد ناول مسز مِني مجنيءَ الهاس نگر مان، ديپڪ. ايڇ. شرما، نو جيوَن پرنٽنگ پريس مان، جون 1986ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. ڊيمي سائيز جي 182 صفحن تي مشتمل هن ناول جي قيمت 25 روپيا آهي.

**ديهات** [1] (ديهه): هي ڪوٽڙي ڪبير يونين ڪائونسل، تعلقي محرابپور جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

گاهي خان جلباڻي (غلام نبيٰ ناشاد ۽ پارسُ حميد جو ڳوٺ)، علي محمد ڦرڙو (پناهه ڦرڙي جو ڳوٺ)، ٻهارو ملان، حاجي ڪوڪر، دائود ديرو وغيره.

**ديهات** [2] (ڳوٺ): ديهات، ضلعي نوشهري فيروز جي تعلقي محرابپور جو هڪ آباد ۽ زرخيز ڳوٺ آهي. هيءُ ڳوٺ ڪوٽڙي ڪبير کان خانواهڻ روڊ ڏئي، ڏيون مائينر کان جلباڻي ڳوٺ ڏانهن ايندي وچ تي واقع آهي. هتي هڪ پرائمري مدرسو، مولانا قاضي نظر محمد ديهاتيءَ جي نالي سان موجود آهي. هتي مڊل اسڪول به آهي. هتي آباد ذاتين ۾ سومرا، دايا، راجپوت، لانگاهه، ڪلهوڙا ۽ نوحپوٽا وغيره اچي وڃن ٿا. هتي جيڪي اهم شخصيتون ٿي گذريون آهن، تن ۾ مولوي نظر محمد وڏو عالم هو، جنهن جا ڪافي ڪتاب ڇپيل آهن. مولوي عبداللطيف فتويٰ نويس ۽ وڏو حڪيم ٿي گذريو آهي. مرحوم غلام حسين سيشن جج، جيڪو جنرل ايوب جي دؤر ۾ اليڪشن ڪميشن جو ميمبر به رهيو. طارق رحيم مئٿيميٽڪس ۾، چين مان پي. ايڇ. ڊي ڪئي، اڄڪلهه اسلام آباد ۾ سرڪاري ملازمت ۾ آهي. پروفيسر عبدالحفيظ سومرو، حيدرآباد انٽرميڊيئيٽ بورڊ جو ڪنٽرولر رهي چڪو آهي. هن وقت L.M.C.H.V ۾ ڪنٽرولر آهي. غلام محمد سومرو، ليکڪ ۽ آبپاشيءَ جو ماهر ۽ انجنيئر رهيو آهي. هن سکر بئراج تي ريسرچ پڻ ڪئي. استاد گلزار علي خان فنڪار به ديهات جو رهاڪو هو. هتان جي مدرسي مان ڪافي حافظ پيدا ٿيا ۽ اتي هڪ وڏي لائبرري پڻ قائم آهي.

**ديهاتي** (ذات): ديهاتي، بگٽي بلوچن جي قبيلي جو نالو.

**ديهاتي، مولانا قاضي نظر محمد**: قاضي نظر محمد ديهاتي، ساهتي پرڳڻي جو هڪ بلند پايي جو عالم، شاعر ۽ اديب ٿي گذريو آهي. مولانا حڪيم حاجي قاضي نظر محمد ولد حڪيم حاجي عبدالرحمان 25 ربيع الاول 1304هه/ 22 ڊسمبر 1886ع تي پنهنجي اباڻي ڳوٺ ديهات

(موجوده تعلقي ڪنڊياري، ضلعي نوشهري فيروز) ۾ پيدا ٿيو. سندس والد بزرگوار قاضي ميان عبدالرحمان (وفات 16 جولاءِ 1908ع) زهد، قناعت ۽ توڪل ۾ يگانه روزگار هو. سو عالم باعمل هو. سندس مدرسو علم ۽ معرفت، حڪمت ۽ سلوڪ جو چشمو هو. طالب علم سندس مدرسي ۾ اچي ديني علم حاصل ڪندا هئا. قاضي نظر محمد پنهنجي والد جي هٿ هيٺ ابتدائي سنڌي ۽ فارسيءَ جي تعليم ورتي ۽ ٿوري وقت ۾ قرآن پاڪ حفظ ڪري ورتو. وڌيڪ علم حاصل ڪرڻ لاءِ ڪجهه وقت محبت ديري سيال ۽ سيٺارجن ۾ پڙهيو. ان کان پوءِ عربي ۽ ديني تعليم ٽنڊي سائينداد جي مدرسة دارالارشاد ۾ ورتائين، جتي صرف ۽ نحو جا ڪتاب شاهه آغا (عبدالله جان سرهنديءَ) وٽ پڙهيو. مولوي نظر محمد ديني علمن جي وڌيڪ تڪميل لاءِ دهليءَ ۾ مولانا عبدالرب جي مدرسي ۾ داخل ٿيو. اتي علم طب ۾ به چڱو تجربو حاصل ڪيائين. دهليءَ مان موٽڻ بعد اچي ٽنڊي سائينداد جي مدرسي دارالارشاد ۾ رهيو، جتان مولوي خير محمد مڱسيءَ کان علم جي تحصيل ڪيائين.

مولانا نظر محمد، ظاهري علمن جي تحصيل بعد سلوڪ جي طرف متوجهه ٿيو. ننڍيءَ عمر ۾ مولانا عبدالرحمان جان سرهندي ٽکڙ واري جي هٿ تي بيعت ڪيائين. جوانيءَ ۾ خواجه محمد حسن جان سرهنديءَ ٽنڊي سائينداد واري جي هٿ تي بيعت ڪيائين. جنهن سندس ذهني ڪايا پلٽي ڇڏي. هو عبادت ۽ ذڪر الاهيءَ ۾ ايترو مشغول رهندو هو جو جڻ جيئري ئي دنيا کي تياڳ ڏئي ڇڏيو هوائين. زهد ۽ عبادت الاهيءَ سان گڏ ديني تعليم ۽ اسلام جي خدمت بجا آڻڻ لاءِ زندگيءَ جو معمول بنايائين. مولوي صاحب کي پنهنجي مرشد سان تمام گهڻي عقيدت هئي. قاضي فنا في الشيخ جي منزل تي پهچي چڪو هو. رمضان جي مهيني ۾ هڪڙي سال قرآن پاڪ جو ختمو پنهنجي ڳوٺ واري مسجد ۾ پورو ڪندو هو ته ٻئي سال ختمو ٽنڊي سائينداد ۾ مرشد جي خدمت ۾ ڪڍڻ پنهنجي لاءِ سعادت سمجهندو هو. مولوي صاحب بحث مباحثي ۽ مناظري جو ڪوڙيو هوندو هو. بدعتي ڪم وڃي بند ڪرائيندو هو. اسلام جي تبليغ ۽ اشاعت ۾ ڏاڍيون تڪليفون سٺائين. ساهتيءَ ۾ ڪيترا آريا سماجي سهيوڳي شيخن کي ٻيهر هندو ڌرم ۾ آڻڻ جون ڪوششون ڪندا هئا، ته مولوي صاحب ڪين مناظري ۾ شڪست ڏئي ڪين ڪامياب ٿيڻ نه ڏيندو هو.

مولوي نظر محمد سخي دل انسان هو. سندس دسترخوان غريب ۽ امير لاءِ کليل هوندو هو. مولوي صاحب پنهنجي ڳوٺ 'ديهات' ۾ مدرستو قائم ڪيو هو، جتي خود درس تدريس جو ڪم ڪندو هو. اهو مدرسو اڄ تائين اتي قائم آهي. مولوي صاحب جون ڪيترين تصنيفون شايع ٿيل آهن، جهڙوڪ:

(1) مجموعه نظم ديهاتي (سنڌي ڪلام ۽ خطبن جو ڪتاب)

(2) انوار الاحمديه في حالات المشائخ نقشبنديه (ٽن جلدن تي مشتمل هن ڪتاب ۾ رسول ڪريم، خلفہ راشدين ۽ نقشبندي سلسلي جي اوائلي بزرگن جو تذڪرو)

(3) احسن التقرير في جواب التحرير (تفسير تنوير ايمان مصنف: مولانا محمد عثمان نور نگزاده جي ڪن اعتراضن جا جواب)

(4) دارالمنظوم في تذڪرة المخدوم (مخدوم صاحب جي سوانح ۽ مناقب کان سواءِ ڪن بزرگن جا حالات)

(5) تحفة قاديان (تحقيقي سوال جواب)

(6) رساله ابتدا سلوڪ (خواجه حسن جان جي فارسي رسالي جو سنڌي ترجمو)

مولانا قاضي نظر محمد، 41 ورهين جي ڄمار ۾ 9 جمادي الثاني 1345هه/ 14 ڊسمبر 1926ع تي وفات ڪئي ۽ ديهات ۾ والد جي پهلو ۾ مدفون آهي.

**ديھه علو ڪاتياري** (ديهه): ديهه علو ڪاتياري، يونين ڪائونسل جنهان سومري، ضلعي ٽنڊي محمد خان جي هڪ اهم ديهه آهي.

هن ديهه ۾ ڪاتيار ذات وارن جا ٻه ٽي وڏا ڳوٺ آهن، جن ۾ ڳوٺ عبدالرحيم ڪاتيار، ڳوٺ حاجي عمر ڪاتيار، ڳوٺ آمون ڪاتيار ۽ ڳوٺ بولو ڪاتيار وغيره اچي وڃن ٿا.

**ديھه ماڙي (ماڳ)**: هي هڙاپائي دؤر جو هڪ قديم ماڳ آهي، جيڪو '10 °26 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ '27 °68 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي، نواز ڏاهري ريلوي اسٽيشن (ضلعي نوابشاهه/ بينظيرآباد) جي ويجهو موجود آهي. ساڳئي نالي سان هڪ پراڻو ماڳ، هن ماڳ کان ٻه ميل پري ملي ٿو.

هن ماڳ جي مٿاڇري تي ڪچين ۽ پڪين سرن جا ڍير پيل آهن، پر دڙي جي چوڌاري هن وقت زرعي زمينون اچي ويون آهن. ڪنهن وقت ۾ هي دڙو وڏو هوندو هو، هن وقت هي دڙو 300x200 فوٽ ماپ جو پنجن فوٽن جي اوچائيءَ ۾ وڃي بچيو آهي. هتان مليل ڳاڙهي تي ڪاري رنگ جو ٺڪر، سوراخ دار ٺڪر، ڍڳي جي مورتي ۽ ٻيون اهڙيون وٿون ڏسي اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته هي ماڳ موهن جي دڙي واري دور سان واسطو رکي ٿو.

**ديھه ماڙي صابرا (ماڳ)**: ديهه ماڙي صابرا ماڳ ضلعي نوابشاهه/ بينظيرآباد ۾ نواز ڏاهري ريل- روڊ تي ڏکڻ ۾ واقع آهي. هن کي ماڙي سپڙ به چيو ويندو آهي. Antiquities of Sindh — Supplement ۾ هن دڙي جي ڊيگهه 92 ميٽر، ويڪر 61 ميٽر ۽ اوچائي 1.5 ميٽر ٻڌائي وئي آهي. هي ماڳ "10 °26 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ "27 °68 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي موجود آهي. پاڪستان آرڪيالاجي ڊپارٽمينٽ، 1964ع ۾ هن ماڳ بابت هڪ رپورٽ جاري ڪئي هئي، جنهن ۾ ڄاڻايو ويو هو ته هيءَ ماڳ هڙاپا دور سان تعلق رکندڙ آهي. هتان لڀندڙ شين ۾ ڪاري ۽ ڳاڙهي چٽ وارا ٿانوَ، ٺڪر جو روايتي ڍڳوءَ ٽنل ٿانون جا ٽڪر نمايان آهن.

**ديھه واري** Dehwari (ٻولي): هيءَ ٻولي صوبي بلوچستان جي قلات ۽ مستونگ ضلعن ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. هيءَ ٻولي هند- يورپي، هند- ايراني ۽ هند- آريائي ٻولين جي خاندان مان آهي. هن ٻوليءَ تي براهوي زبان جو اثر نمايان نظر اچي ٿو. هن ٻوليءَ جو واسطو ڏکڻ- اولهندي وارين ايراني ٻولين سان آهي. هيءَ گهرن ۾ ڳالهائي ويندڙ ٻولي آهي. 1998ع جي آدمشماريءَ جي انگن اکرن موجب هن ٻوليءَ جا ڳالهائيندڙ پنجن هزارن تائين هئا. هيءَ ٻولي فارسي رسم الخط ۾ لکي وڃي ٿي. هن ٻوليءَ جا ڳالهائيندڙ مارو ۽ مالوند ماڻهو آهن، جيڪي اڪثر لاڏائو آهن. هڪ هنڌ ٽڪاڻو نه هئڻ ڪري هن ٻوليءَ جا ڳالهائيندڙ تعليمي لحاظ کان تمام گهڻو پوئتي پيل آهن.



# ذ

**ذاتو** (Metal): علم ڪيميا ۾ عنصر جا ٻه قسم آهن: هڪڙا ذاتو ۽ ٻيا غير ذاتو. ذاتو اڪثر سخت هوندا آهن، پر هر سخت شيءِ ذاتو نه هوندي آهي. ذاتو گرميءَ جو سٺو پسرائيندڙ آهي ۽ تار پذير آهي، جنهن مان بجليءَ جو




ڪرنٽ آسانيءَ سان گذري سگهندو آهي. تمام گهڻي گرمي پد تي ذاتو رِجندو آهي ۽ گرمي ڏيڻ سان ڪنهن به ذاتوءَ کي گهربل شڪل يا سانچي ۾ گهڙي سگهبو آهي.

هن وقت تائين دنيا ۾ جيڪي به قدرتي عنصر دريافت ٿيا آهن، تن مان 68 ذاتو آهن، جڏهن ته 19 غير ذاتو ۽ باقي 5 عنصرن کي وچ تي رکيو ويو آهي، چو ته انهن جون خاصيتون مليل جليل آهن. ذاتوءَ جي جيڪڏهن هڪ سٽ ۾ تشريح ڪجي ته اُها ائين ٿيندي ته، ”اهي عنصر، جن جي سڀ کان ٻاهرئين مدار (Orbit) ۾ اليڪٽرانن جو تعداد ڪوانٽم نمبر (Quantum Number) کان وڌيڪ نه هجي، تن کي ذاتو چئبو آهي.“ ان ڪري ئي ذاتو سدائين قلمي (Crystalline) صورت ۾ هوندا آهن. ذاتن ۾ گهٽ توانائيءَ وارن مدارن جو تعداد ڀڌل اليڪٽرانن کان وڌيڪ هوندو آهي، ان ڪري اليڪٽران ذاتوئي قلمن ۾ سولائيءَ سان هڪ ايٽم کان ٻئي ايٽم ۾ گهمندا رهندا آهن. ذاتن ۾ اليڪٽران غير مقامي ۽ غير مڪاني هوندا آهن. اهو ئي سبب آهي، جو جڏهن ڪنهن به ذاتوئي جسم کي بيٽريءَ سان جوڙبو آهي ته اليڪٽرانڪ وهڪرو يعني برقي رو (Flow Of Electrons) وهڻ لڳندي آهي ۽ هڪ اليڪٽران ٻئي اليڪٽران جي جاءِ وٺي، ان کي آزاد ڪري ڇڏيندو آهي. اليڪٽران جي موصل پٽين ۾ آزادانه چرپر جي ڪري ئي ذاتن ۾ مخصوص خاصيتون پاتيون وڃن ٿيون.

ذاتوجيئن ته تار پذير (Ductile)، لچڪيدار، مُڙٽا، ورق پذير (Malleable) نرم ۽ ملائم به هوندا آهن. ذاتو جتي گرميءَ کي موصول ڪندا آهن، اتي گرميءَ کي جذب به ڪندا آهن ۽ روشنيءَ کي موٽائيندا (Reflect) به آهن. غير ذاتن جي مقابلي ۾ ذاتو ڪيميائي عمل دوران اليڪٽران ڏئي مثبت آئن (Positive Ion) ٺاهيندو آهي. ان ڪري ئي ڪيميائي عمل ۾ اساسي آڪسائيڊ ۽ هائڊرو آڪسائيڊ ٺهندا آهن. ذاتن جو هڪڙو وڏو تعداد گهميل آبهوا ۾ آڪسيجن سان عمل ڪري، پنهنجا آڪسائيڊ ٺاهيندو آهي، جنهن عمل کي ڳاٽ جو عمل (Corrosion) چئبو آهي. اليومينيم ۽ جست جهڙا ذاتو ظاهري طور انهيءَ عمل مان نه گذرندا آهن، پر ائين به نه آهي، انهن تي به آڪسائيڊ جا تهه ٺهي ويندا آهن، جيڪي وڌيڪ ڪٽ يا زنگ کي روڪيندا آهن ۽ زنگ واري سطح يا تهه کان هيٺ ذاتو محفوظ رهندو آهي. ڪجهه ذاتن جو زنگ بلڪل ذاتوءَ جي رنگ جهڙو هوندو آهي. ان ڪري اهو گهٽ نظر ايندو آهي. عام حالتن ۾ قلعي، شيهو ۽ ٽامو هوا ۾ موجود آڪسيجن سان تمام سست پيماني تي عمل ڪندو آهي. هوا ۾ موجود تيزابي بخار ذاتن جي سطح کي خاص طور تنڌلو ڪري ڇڏيندا آهن ۽ ذاتوءَ ۽ غير ذاتو ملي ڪجهه نمڪيات (لوڻ) ٺاهيندا آهن، جن کي غير ذاتن: ڪاربائيڊ، ڪاربونيٽ، ڪلورائيڊ، نائٽريٽ، فاسفيٽ، سليڪيٽ، سلفائيڊ، سلفيٽ جهڙا نالا ڏنا ويندا آهن.

اليڪٽران ڏيڻ واري اهليت جي ڪري ذاتن کي اليڪٽرو موٽو سيريز (Electromotive Series) جي سلسلي ۾ ترتيب ڏنو ويو آهي. هن فهرست موجب هر ذاتو پاڻ کان اڳين جي مقابلي ۾ وڌيڪ تيزيءَ سان ورهاست واري عمل مان گذرندو آهي. ڪيميائي عمل دوران سيزيم ۽ ليٿيم هن فهرست ۾ سڀ کان مٿي آهن، جڏهن ته سون ۽ چاندي سڀ کان آخر ۾ اچن ٿا. ڪنهن به مرڪب ۾ موجود ذاتو فهرست مطابق پاڻ کان اڳين ذاتوءَ کي هٽائي، ان جي جاءِ وٺي سگهي ٿو. عنصرن جي ترتيبوار جدول ۾ ذاتن کي انهن جي ائٽمن ۽ اليڪٽرانن جي مدارن ۾ اليڪٽراني تشڪيل جي آڌار تي گروهن ۾ رکيو ويو آهي، چو ته هڪ ئي گروهه ۾ موجود ڪوڙ سارا عنصر مختلف شدتن ۾ هڪجهڙي ڪيميائي رويي جو اظهار ڪندا آهن.

عنصرن جي ترتيبوار جدول جي پهرين گروهه (گروپ) ۾ موجود ذاتن کي الڪلي ذاتو (Alkali Metals) چئبو آهي، ٻئي گروپ ۾ موجود ذاتن

ذاتن (عنصرن) جي دورن (وقفن) واري جدول

کي کاري/ ڪلراٺي مٽيءَ وارا ذاتو (Alkaline Earth Metals) چئبو آهي. اهي ذاتو ٻٽيءَ گرفت وارا ذاتو به سڏجن ٿا، جن ۾ بيريليم، مئگنيشيم، ڪئلشيم، بيريم ۽ ريڊيم وغيره شامل آهن ۽ ٽئين گروپ جي ذاتن کي ڪامياب زميني ذاتو يعني اڻلڀ يا نادر ذاتو (Rare Earth Metals) چيو ويندو آهي. ان قسم جي ذاتن کي لينٿنائيڊ ذاتو (عنصر) به چيو ويندو آهي. باقي سمورن گروهن/ گروپن ۾ شامل ذاتو تبديليءَ مان گذرندڙ

عبوري ۽ ناپائيدار ۽ غير شراڪتي (Transition Metals) چيا ويندا آهن. جيتوڻيڪ فطري طور سون جهڙا ٿيا ڪي ڌاتو پنهنجي خالص حالت ۾ ملندا آهن، پر اڪثر ڪري ڌاتو ڪچ ڌات/ خام ڌاتو (Ores) جي صورت ۾ ملندا آهن ۽ انهن ڪچ ڌات/ خام ڌاتن کي ڌاتو ڪاري (Metallurgy) جي عمل مان گذاري خالص حالت ۾ آندو ويندو آهي.

ڌاتن کي مخصوص تناسب سان ملائڻ ۾ ڦيٽ يا ڪَس ٺهي پوندي آهي، جنهن کي انگريزيءَ توڙي ڪيميائين ٻوليءَ ۾ Alloys چئبو آهي. هن عمل کي ڪري ۾ ڪوٽو ملائڻ به چئبو آهي، جيئن سون کي مضبوطي ڏيڻ لاءِ پتل جو ڦيٽ ملائبو آهي. هي عمل ڪارڻ ۽ اصل خاصيتون وڃائڻ واري مفهوم ۾ به استعمال ٿيندو آهي. ان ڪانسواءِ پتل، ڪنجهي، ٽامي ۽ جست



ڌاتو ڪاري

جو مرڪب آهي. جزن جو تناسب بدلائي ڦيٽن (مَٽن) جي خاصيتن ۾ خاطرخواه تبديليون آڻي سگهجن ٿيون ۽ اهڙين قسمن جي ڦيٽ (Alloys) ٺاهڻ جو رواج قديم زماني کان هلندو اچي، جيئن فولاد، لوهه ۽ ٻين ڌاتن جو ڦيٽ/ مَٽُ آهي، جنهن ۾ سختيءَ کي وڌائڻ لاءِ ڪاربان به شامل ڪيو ويندو آهي.

جيئن ته ڌاتو اليڪٽران ڏئي مثبت آئن (Positive Ion) ٺاهيندا آهن، ان ڪري علم ڪيميا ۾ انهن کي گهٽتائي آڻيندڙ تخفيفي عامل (Reducing Agent) طور استعمال ڪيو ويندو آهي. ڌاتن يا انهن جي آڪسائيڊز جا سنهڙا/ ننڍڙا سفوف عمل انگيزيءَ ۾ ڪم ايندا آهن. مثال طور: امونيا ٺاهڻ لاءِ هيبر پروسيس (Haber Process) ۾ هائيڊروجن ۽ نائٽروجن کي هڪ جيترو ملائڻ ڪانپوءِ لوهه يا ان جي آڪسائيڊ کي عمل انگيزيءَ (Catalyst) طور استعمال ڪيو ويندو آهي. مطلب ته ڌاتو يا انهن جا آڪسائيڊ ڪيميائي عملن ۾ مددگار ٿيندا آهن ۽ عمل انگيزيءَ کي وڌيڪ تيز ڪندا آهن. ڪچن تيلن (Unsaturated Oils) کي هائيڊروجينيشن ڪرڻ لاءِ نڪل (Nickel) عمل انگيزيءَ جو ڪم ڏيندي آهي. جڏهن ڪجهه ڌاتوئي آئن Ligands، ماليڪيول کي ڳنڍيندڙ ماليڪيول) نالي وڌيل اليڪٽران وارو گروپ، ڪمپليڪس آئنز (Complex Ions) يا لاڳاپيل آئين چئبو آهي. اهڙا آئين ڌاتن ۾ ائٽمن ۽ ماليڪيولن جو رابطو برقرار رکندا آهن. ڌاتوئي آئن حياتياتي عملن (Biological Functions) جي حوالي سان پڻ تمام گهڻا اهم آهن. اهي خام مادن کي تشڪيل ڏيڻ، نيوڪليئڪ ايسڊ جي ورهاست، عصبي تحرڪ ۽ جيوگهرڙي جي جهلِيءَ جي آرپار ماليڪيولن جي آمدرفت ۾ به وڏو ڪردار ادا ڪندا آهن. شروعاتي دؤر کان ڌاتن جا مرڪب انساني استعمال ۾ رهيا آهن. جڏهن ته نج ڌاتو، مثال طور: سون ۽ چاندي، پٿر واري دؤر کان انساني استعمال هيٺ آهي ۽ انهيءَ دؤر ۾ ئي انسان، سون ۽ چانديءَ کي ڌاتو سمجهندو هو، پر ڌاتن ۾ قديم ترين ڌاتو ٽامو آهي، جيڪو اتفاقي طور جابلو مادي ۾ باهه لڳڻ سان ظاهر ٿيو. حقيقت ۾ ڪوئلي (ڪاربان) ٽي ٽامي کي ڪچ ڌات/ خام ڌاتوءَ مان ظاهر ڪيو. ٽامي جي اهميت ڪانپوءِ ڪنجهي/ ڪَٽ (ٽامي ۽ ٽن ڦيٽ) ۽ اُن ڪانپوءِ لوهه جي اهميت سامهون آئي. آڳاٽي دؤر کان مصري ٽامي کي ڪتب آڻيندا هئا. اڄ به پينسلوانيا (Pennsylvania) جي ميوزيم ۾ هڪ قديم فرائي پان (ٽاوءِ) موجود آهي، جيڪو ٽامي جو ٺهيل آهي ۽ 5000 سال پراڻو آهي. انساني تهذيب ۽ تمدن جي ترقيءَ جو تعلق پڻ ڌاتن سان گهرو رهيو آهي. ان ڪري آرڪيالاجيءَ جي ماهرن تهذيبي ترقيءَ جي ڪن دورن کي 'ڪنجهيءَ واري دؤر' (Bronze Age) ۽ 'لوهه واري دؤر' (Iron Age) جا نالا ڏنا آهن. رومين جي دؤر ۾ اٽڪل 200 ق. م ۾ سون، چاندي، ٽامو شيهو ٽِن، لوهه ۽ پاري جهڙا ڌاتو استعمال هيٺ هئا.

مصرين وٽ ته 3500 ق. م ۾ ڌاتو مَٽُ يا مرڪب جي صورت ۾ استعمال هيٺ هئا، جن ۾ سائو ڪاپر ڪاربونيٽ ۽ Stibnite (لپ اسٽڪ/ پائوڊر) جيڪو رنگ ڏيندڙ شين طور ڪم ايندو هو خالص ڌاتو معدنيات مان حاصل ٿيندا آهن. جيڪا ڌاتن جي پيچيده مرڪبن جي شڪل ۾ موجود هوندي آهي. اها معدنيات (Minerals)، جنهن ۾ ڪنهن به ڌاتوءَ جو وڌ کان وڌ مقدار پاتو وڃي، ان کي ڌاتوءَ جو ڪچ ڌات/ خام ڌاتو چيو ويندو آهي، جن کي ڌات ڪاريءَ واري عمل ذريعي الڳ ڪري خالص حالت ۾ آندو ويندو آهي. جڏهن ته خالص ڌاتو قدرتي طور عنصر جي صورت ۾ به ملندا آهن. اهو ئي سبب آهي، جو انهن کي Native Metals يا خالص ڌاتو چئبو آهي، جيئن سون، چاندي، ٽامو وغيره (اهي عنصر مرڪب جي صورت ۾ به ملندا آهن، پر نج پنهنجن مرڪبن ۾ ٿين ٿا). مطلب ته انهن جو مرڪب ڪنهن ٻئي عنصر سان جڙي نه ٺهندو آهي. ڌاتو روزمره جي زندگيءَ ۾ تمام وڏي اهميت رکن ٿا. اڄوڪي ترقي يافته ۽ مشيني دؤر ۾ ڌاتن جي حاصلات ترقيءَ لاءِ تمام ضروري آهي.

ڌاتو ڪاري، جنهن کي انگريزيءَ ۾ ميٽلرجي (Metallurgy) چئجي ٿو، ٻن يوناني لفظن جو مجموعو آهي. ڌاتو= Metallon + ڪم= Evgon، جنهن جو مقصد آهي ڌاتن جو ڪم. تنهنڪري ڌاتوڪاري هڪ اهڙو عمل آهي، جنهن وسيلي ڪچ ڌات کي تجارتي پئماني تي الڳ ڪيو ۽ استعمال هيٺ آندو وڃي ٿو. ڌاتوڪاريءَ جون به شاخون آهن، جن ۾ هڪڙي شاخ موجب ڪچ ڌات کي خالص يا نج حالت ۾ آندو وڃي ٿو ۽ ٻي شاخ موجب روزمره جي استعمال ٿيندڙ اوزارن/ شين ۽ مشينن ۾ جُڙيو وڃي ٿو يعني خالص ڌاتوءَ کي سانچي ۾ لاهي، ضرورت آهر مختلف اوزارن/ شين جي شڪل ڏني وڃي ٿي.

**ڏاتورو** (White-flowered thorn apple): ڏاتوري کي لاطينيءَ ۾ Datura alba چئبو آهي. ڏاتوري جو ٻوٽو پاڪستان اندر سنڌ، پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان ۾ ٿئي ٿو. جنهن جي ميوي ۾ نشيدار جزا شامل آهن. پوءِ به ڏاتورو



ڪيترين بيمارين ۾ شفا بخشي ٿو. حڪيمن موجب ڏاتوري جو دونهون، دم جي مريضن لاءِ آرام بخشيندڙ آهي. سنڌن جي سور جي حالت ۾ ڏاتوري جا پن سُور واريءَ جاءِ تي مهٽڻ سان سُور گهٽجي ويندو آهي. ڏاتوري جا ٻه قسم آهن، جن کي اڇو ڏاتورو ۽ ڪارو ڏاتورو چيو ويندو آهي. (وڌيڪ ڏسو: چريو ڏاتورو، جلد چوٿون.)

**ڏاڄو** (رنگ): ڏاڄو، گيڙو رنگ کي چئبو آهي، جنهن رنگ جا ڪپڙا جوڳي پائيندا آهن. شاهه عبداللطيف رح پڻ گيڙو رنگ جي لاءِ 'ڏاڄو' لفظ ڪتب آندو آهي ۽ اهو خاص ڪري سسئيءَ جي سُر ۾ ڪم آندو اٿس، جيڪا پنهونءَ جي فراق ۾ ماءُ سان مخاطب ٿي چوي ٿي ته، آءٌ پنهونءَ جي فراق ۾ 'ڏاڄي' رنگ جا ڪپڙا پائي، در در، جهنگ جهر جا ڪشالا ڪندي، ڪيس ڳوليندي‌س، ان ڪري اي ماءُ! مون کي متان جهلين":

اڄ مليندي‌س ماءِ، 'ڏاڄا' ڪندي‌س ڪپڙا،
جيجان جوڳياڻي ٿيان، مون کي جهل مَ پاءِ،
هوت ٻروچي لاءِ، ڪَنين ڪُنر پائيان.

(سر سسئي آبري)

**ڏاڃورو**: ڏاڃورو، ڍانڊي گاهه جو هڪ قسم آهي، جنهن جي پاڙ ۾ گول، ڪارا ۽ خوشبودار داڻا ٿين ٿا، جيڪي ڏُت طور ڪم ايندا آهن. انهن داڻن کي خاص طرح تتر ڪوٽي ڪائيندا آهن. هيءَ گاهه سنڌ جي ڍنڍن ۾ به عام جام ٿيندو آهي.

**ڏار/ ڏارا**: ڏار يا ڏارا هڪ قسم جي درياهي وهڪري يا ڪنهن پاڻياٺي شيءِ جي سنهي وهڪ کي چئبو آهي. هن لفظ جي لغوي معنيٰ آهي: وهڪ، لار، ريلو، وهڪرو، سير وغيره. درياهه ڪنهن پاسي لٽ (سلٽ) وجهندو آهي ته اتي پاڻي تانگهو ٿيندو آهي ۽ وهڪ ۾ درياهه سڌو سنواٽو ڏسبو آهي. ڄاڻو ملاح پري کان ئي ڏار کي محسوس ڪندا آهن. اڻڄاڻ ناڪئا پنهنجي ٻيڙي وجي انهيءَ ڏار تي هڻندا آهن ۽ ٻيڙي ڏڪ کائيندي آهي. 'ڏار جو ڏڪ' مشهور آهي. ڏار ۾ ٻيڙي پُرزا پُرزا ٿي ويندي آهي. ڏار، درياهي وهڪري جي خطرناڪ سِير ٿئي ٿي، جيڪا خاص طور درياهه جي ڀرپور هجڻ واري موسم ۾ وهندي آهي.

**ڏارا** (ذات): ڏارا ذات، راٺوڙن، نهڙين، سمن، مگرين، ملاحن ۽ ڪترين جي پاڙن ۾ شمار ٿئي ٿي. نهڙي ڏارا، ٻانيٺي پُٽ راڄپار جو اولاد آهن.

**ڏاراجا**: ڏاراجا ماڳ لاڙي بندر کان ٻه ميل اوير، تعلقي ساڪري، ضلعي ٺٽي ۾ آهي. ڏاراجا جي قتل شهر جا نشان ۽ ڪنڊر اڄ به موجود آهن. هتي راٺو ارجن راڄ ڪندو هو، جنهن جو ڪوٽ دڙن جي صورت ۾ موجود آهي، جيڪو 'راڻي جو ڪوٽ' سڏجي ٿو. ڪوٽ چورس ۽ پٿرن جو اڏيل هو، جنهن ۾ راڻي جي محلات جا نشان چٽا موجود آهن. محلات ۾ پڪيون ۽ ڳاڙهيون سرون استعمال ٿيل هيون. ان جي اوير طرف دروازي جا نشان معلوم ٿين ٿا. ڪوٽ جي اولهه کان هڪ ميل تائين ڏاراجا شهر جا نشان موجود آهن.

مرزا قليچ بيگ پنهنجي ڪتاب 'قديم سنڌ، ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو' ۾ راڻي ارجن بدران راٺو اجمل لکيو آهي ۽ ڄاڻايو آهي ته، "ڏاراجا جي حاڪم راڻي اجمل ۽ ڪڪرالي جي ڄام (1151هه/ 1738ع) ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي پٽ محمد مراداياب جو رستو روڪيو هو، جنهنڪري ٻنهي ڌرين ۾ ويڙهه ٿي هئي. راٺو ارجن (اجمل) ۽ ڪڪرالي جو ڄام سمنڊ مان جهاز وٺي درياهه ۾ آيا، پوءِ پاڻيءَ توڙي ميدان تي ٻنهي ڌرين ۾ سخت ويڙهه ٿي. مراداياب خان ڪلهوڙي توپون به استعمال ڪيون، جنهن سبب ڏاراجا جو راجا ساٿين سميت ڀڄي نڪتو. اڳتي هلي 1160هه/ 1747ع ۾ ڏاراجا جي راجا جي چوڻ تي جبل جي ماڻهن ٺٽي تي ڪاهه ڪئي، جنهنڪري ٻيهر ڪلهوڙن ۽ راڻي اجمل ۾ ويڙهه ٿي. ٺٽي ۾ ڪلهوڙن طرفان شيخ شڪر الله، مسو فقير سامٽيو ۽ بولا خان نومڙيو پنهنجا لشڪر وٺي وڙهيا ۽ شيخ شڪرالله جي اشاري تي ميان نور محمد ڪلهوڙي جي ويجهي ساٿي بجار خان جوکئي رات جو حملو ڪيو، جنهن ۾ راٺو ارجن (اجمل) مارجي ويو." راڻيءَ جي ڪوٽ جي ڏکڻ ۾ راڻي جي مرشد 'حسن علي مست' جي بيٺڪ آهي. ان کان ٿورو پري پير مدد علي شاهه جي مزار آهي. ڪوٽ جي اولهه ۾ راڻن جو قبرستان آهي، جتي هڪ قبر تي مڪليءَ جي قبرن جهڙو ڪم ٿيل آهي. انهيءَ قبر تي علي بن ارجن 1102هه/ 1690ع لکيل آهي. ڪن محققن جو خيال آهي ته ٿي سگهي ٿو ته اها قبر راڻي ارجن جي پٽ جي هجي ۽ پوءِ مسلمان ٿيو هجي.

**ڏاريجا**: هيءَ هڪ سمات قبيلو آهي، جنهن لاءِ ڪافي روايتون ۽ تاريخي شاهديون ملن ٿيون، مثلاً: (1) ميان نيڪ محمد سهتي پنهنجي فارسي مضمون ۾ ڄاڻايو آهي ته محمد بن قاسم سنڌ فتح ڪئي. ان وقت جوڌپور جي راجا جي هڪڙي پٽ جو نالو موڙسنگهه هو، جنهن اسلام قبوليو. ڪيس محمد بن قاسم سنڌ جو اوير وارو ڀاڱو ڏئي، ان جو راجا مقرر ڪيو. جنهن حيدرآباد کي مرڪز بنائي سنڌ تي پنهنجي حڪومت قائم ڪئي، هن کي ست پُٽ: ڏارو، شورو، ڪونئرو، سهتو، راهو، مڱڻ ۽ اُڄڻ هئا. وڏو پُٽ ڏارُو هو، جنهن کي هن روهڙيءَ کان مٿيون پاسو جاگير طور ڏنو. ڏاروءَ کي جيڪو اولاد ٿيو تن 'ڏاريجا' يعني 'ڏاريجي جو اولاد' سڏايو، جنهن بعد هي 'ڏاريجا' سڏجڻ لڳا. هڪ روايت موجب جادم کي ٻارنهن پٽ هئا، جن مان ستين پٽ جو نالو ڏاريجو هو.

هڪ ٻئي اِپياس موجب جوڌپور ۽ بيڪانير جي راجائن جي دؤر ۾ موڙ سنگهه وارا سوڍا ذات ۾ شامل هئا، جن کان هي ڏار ٿي، ذات جا ڏاريجا سڏجڻ لڳا. هنن پير عبدالوهاب جي هٿ تي بيعت ڪئي ۽ مسلمان ٿيا. 1900ع ڌاري ڏاريجن جو سردار خانبهادر ابوالخير خان ڏاريجو هو. ڏاريجن جي حسبي ۽ نسبي احوال سيد محب الله شاهه، سيد احمد شاهه ۽ پير عبدالوهاب جي تحريرن ۾ به موجود آهي. 'تاريخ مظهر شاهجهاني' ۽ ٻين ڪتابن ۾ لکيل آهي ته: "ڏاريجا سمن مان آهن، جن کي 'سميجا' ۽ 'ساريا' ڪل مان سمجهيو وڃي ٿو." يوسف ميرڪ تاريخ معصوميءَ ۾ لکي ٿو ته: "ڏاريجا انڙن جو پاڙو آهي." ڪتاب 'سمات' جي مصنف ڊاڪٽر الهرڪيي ٻٽ لکيو آهي ته: "ڏاريجن ۽ چاچڙن جو نهايت ويجهڙائيءَ وارو تعلق آهي، جن کي 'ڏاريجا چاچڙ' چون ٿا، جنهن ۾ ڇتا، جڳند، نورنگ، جوڻيجا، راجديهه، جاڳياڻي، سڏاڻي، مٺياڻي، جوٽاٽا ذات جا ماڻهو شامل آهن." ٻي تحقيق موجب ڏاريجا هوٿي بن هالي بن ساند بن پليءَ جي اولاد مان آهن. تاريخ معصوميءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته ڏاريجا هسپت بن جادم جو اولاد آهن. ڪتاب 'جنت السنڌ' جي صفحي 383 تي لکيل آهي ته: "حضرت بهاؤالدين ذڪريا ملتانيءَ جي خليفي موسيٰ نواب جي تبليغ سان سنڌ جي هندو ذاتين مان ڏهر، مهر ۽ ڏاريجا مسلمان ٿيا."

**ڏاريجا چاچڙ**: ڏاريجا چاچڙ ذات جا خاص پاڙا هيٺيان آهن:

جڳند، جوٽاٽا، جوڻيجا، جاڳياڻي، ڇتا، راجديهه، سدهاڻي، مٺياڻي، نورنگ، جنگانند، ڏجڏيهه، جوڳياڻي، حلوائي، سڏاڻي ۽ مٽاڻي وغيره.

**ڏاريجو، علي حسن**: نامور اديب، صحافي، حڪيم علي حسن ولد محمد عثمان ڏاريجو 9 جون 1915ع تي ڳوٺ پير راجن شاهه تعلقي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. هن ابتدائي تعليم ڦل پرائمري اسڪول مان ورتي ۽ سنڌي فائنل به اتان ئي ڪيائين.



1938ع ڌاري حيدرآباد جي ٽريننگ ڪاليج فارمين ۾ پڙهڻ ويو، جتي ٻي سال ڪورس پڙهيو. ڪاليج مان تعليم پوري ڪرڻ بعد پرئڪٽسنگ اسڪول ۾ اسسٽنٽ ماسٽر مقرر ٿيو، جتان پوءِ ڪيس ڳوٺ جي اسڪول ۾ مقرر ڪيو ويو. پاڪستان جي قيام کان پوءِ هاءِ اسڪول ۾ اسسٽنٽ ماسٽر مقرر ٿيو، جتي 1949ع کان 1951ع تائين رهيو. لاڙڪاڻي جي ڪيترن ئي اسڪولن ۾ هيڊماستر ۽ تعلقي ماستر ٿي رهيو. رٽائر ٿيڻ بعد وري ڪيس ايڪسٽينشن مليو ته ڪيس غيبي ديري جي گرلس اسڪول ۾ مقرر ڪيو ويو. 1949ع ۾ ايمپائر روڊ لاڙڪاڻي ۾ دواخانو کوليائين. هن حڪمت ۾ ڪافي مقبوليت ماڻي. پراڻن زخمن ۽ خراب ٿي ويل ڦٽن جي علاج ۾ خاص مهارت رکندو هو. يوناني علاج سان گڏ انگريزي دوائن جي به سٺي ڄاڻ هئس. 1952ع ڌاري لاڙڪاڻي ۾ پريس لڳرائي هفتيوار اخبار 'مرتضيٰ' ۽ ٻارڙن جو ماهوار رسالو 'مرتضيٰ' جاري ڪيائين. لاڙڪاڻي سميت پوريءَ سنڌ ۾ سندس ڪيترا شاگرد مشهور آهن.

علي حسن ڏاريجي جي ڇپيل ڪتابن ۾: (1) 'ليلا چنيسر'، (2) 'عمر مارئي'، (3) 'سسئي پنهون'، (4) 'گل بڪاولي'، (5) 'ٽي شهزاديون'، (6) 'عجيب هنر' (ٻه ڀاڱا)، (7) 'نور هدايت مؤلف' (قرآن ڪريم سنڌيءَ ۾)، (8) 'دلي ڪنهن نه جهلي عرف شيطان جي ناني'، (8) 'ملا دو پيازو'، (9) 'حضرت ابراهيم'، (10) 'حضرت علي'، (11) 'حضرت آدم' ۽ ٻيا به ڪيترائي مختلف مضمونن جا رهبر وغيره قابل ذڪر آهن.

حڪيم علي حسن ڏاريجي 11 ڊسمبر 1977ع تي وفات ڪئي. سندس فرزند ڊاڪٽر علي مرتضيٰ ڏاريجو سنڌ جو نامور اديب آهي ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ زولاجي ڊپارٽمينٽ جو چيئرمئن رهي چڪو آهي.

**ڏاريجو علي مرتضيٰ**: نامياري مترجم، اديب ۽ زولاجي ڊپارٽمينٽ سنڌ يونيورسٽيءَ جي اڳوڻي چيئرمئن، ڊاڪٽر علي مرتضيٰ ڏاريجي 2 سيپٽمبر 1950ع تي لاڙڪاڻي ۾ علي حسن ڏاريجي جي گهر ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم ديني مدرسي لاڙڪاڻي مان؛ مئٽرڪ گورنمينٽ پائلٽ هاير اسڪول مان؛ بي. ايس. سي ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي مان؛ ايم. ايس. سي (زولاجي) 1973ع ۾ سنڌ يونيورسٽي، ڄام شوري مان پاس ڪيائين. هن اديب فاضل ۽ ايل. ايل. بي جون ڊگريون به حاصل ڪيون آهن، جڏهن ته پي. ايڇ. ڊي جي سند 2006ع ۾ سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان حاصل ڪيائين.



علي مرتضيٰ ڏاريجو 1974ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ نئشنل ڊيولپمينٽ والنٽيئر پروگرام تحت استاد مقرر ٿيو، ان کانپوءِ زولاجي شعبي ۾ ميوزيم ڪيوريٽر ۽ بعد ۾ ساڳئي شعبي ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو. 1976ع ۾ فورٽ انٽرنيشنل ٽريننگ ڪورس 'سليڪٽيڊ ٽاپڪس آف ماڊرن بائلاجي ان اميونو جينيٽڪس' لاءِ ڪيس ٻارهن مهينن لاءِ سيگيڊ (Szeged) هنگري لاءِ يونيسڪو، يو. اين. ڊي. پي، آءِ. سي. آر. او ۽ هنگرين اڪيڊمي آف سائنس جي فيلوشپ ملي. 1984ع ۾ جپان سرڪار جي مونبوشو (Monbusho) اسڪالرشپ تي 18 مهينن لاءِ هما ماتسو يونيورسٽي اسڪول آف ميڊيسن، جپان ۾ تربيت حاصل ڪيائين. 1986ع کان 1987ع تائين جپاني سائنسدانن سان گڏجي سنڌ يونيورسٽيءَ جي زولاجي شعبي ايئر سائيٽالاجيءَ جي مختلف رخن تي پاڪستان جي مختلف شهرن ۾ 18 مهينا 'ڪو پرنسپل انويسٽيگيٽر' طور خدمتون سرانجام ڏنائين.

ڊاڪٽر علي مرتضيٰ ڏاريجي جي رهنمائيءَ ۾ هڪ شاگرد پي. ايڇ. ڊي ڪري چڪو آهي ۽ ڪيترا شاگرد ايم. فِل ڪري رهيا آهن. هن سنڌ يونيورسٽيءَ مان 2010ع ۾ رٽائر ڪيو.

ڊاڪٽر علي مرتضيٰ ڏاريجو، سنڌ يونيورسٽيءَ جي بيورو آف ٽرانسليشن اينڊ پبليڪيشن جو ڊائريڪٽر؛ ڪنٽرولر آف اگزيمينيشن؛ ڊائريڪٽر انچارج فيڊرل پبلڪ سروس ڪميشن؛ سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ، ڄامشوري جو سيڪريٽري ۽ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي بورڊ آف گورنرس جو

ميمبر پڻ رهي چڪو آهي. هن سائنس جي ادب جي واڌاري لاءِ 'سائنس پبليڪيشن' لاڙڪاڻي جو بنياد وڌو، جنهن ذريعي مختلف سائنسي ڪتاب ڇپرايائين. ڊاڪٽر ڏاريجو ماحول ۽ صحت جي مختلف موضوعن تي ورڪشاپ ڪرائيندو رهي ٿو. هي سنڌ يونيورسٽي مان شايع ٿيندڙ رسالن ماهوار 'سائنس' ۽ ٽماهي 'ماحول' جو ايڊيٽر ۽ ان ڪانسواءِ ٻين ڪيترن سائنسي رسالن جو ايڊيٽر به رهيو آهي. هن سائنسي ۽ طبي موضوعن تي سوين مضمون لکيا آهن. هن 30 ڪن ريسرچ پيپر ملڪي ۽ بين الاقوامي سطح تي شايع ٿيا آهن.

سندس شايع ٿيل ڪتابن ۾: (1) 'انوکا گرهه' (1982ع)، (2) 'ڪينسر' (1982ع)، (3) 'فرسٽ ايڊ' (1983ع)، (4) 'هيلٿ ٽيڪنيشن ٽريننگ گائيڊ بُڪ' (3 ڀاڱا: 1990ع)، (5) 'جنس جي سائنسي ڄاڻ' (1991ع)، (6) 'اسانجون اکيون' (1992ع)، (7) 'ڄاتين جي سائنسي ڄاڻ' (1994ع)، (8) 'ڪينسري بيماريون' (1995ع)، (9) 'سنڌ هڪ نظر ۾'، (10) 'سرير جي آتم ڪهاڻي' (1996ع)، (11) 'قرآن ۽ سائنس' (2006ع)، (12) 'تحفظ ماحول ۽ اسلام' (2009ع)، (13) 'سنڌو ماحولي خطو'، (14) 'ناياب جهنگلي وسيلن کي بچائڻ ۾ فخر محسوس ڪريو' (2009ع)، (15) 'موسمي تبديلي ڇا آهي؟' (2010ع)، (16) 'جت ويڄ نه طبيب' (2011ع) ۽ (17) 'ٽپندڙ ڏرتي ۽ مٽجندڙ منڊون' (2011ع) وغيره قابلِ ذڪر آهن.

ڪيس علمي ادبي خدمتن تي ڪيترا اوارڊ ۽ سرٽيفڪيٽ مليل آهن، جن ۾ نيشنل بوڪ فائونڊيشن، اسلام آباد، ڊاڪٽر محبت برڙو اڪيڊمي قنبر، سنڌ گريجوئيشن ايسوسيئيشن، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، رائيٽرس گلڊ آف پاڪستان، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جا مليل اوارڊ قابلِ ذڪر آهن. ڏاريجو صاحب هن وقت ميرپورخاص جي هڪ تعليمي اداري ۾ پرنسپال طور خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي.

**ڏاريجو، منصور خان:** سياستدان ۽ سماجي اڳواڻ سردار منصور خان ڏاريجي جو اصل نالو علي مراد ولد علي نواز خان ڏاريجو آهي. هن 1947ع ڌاري ڳوٺ دادلوءِ تعلقي ٻني عاقل ۾ جنم ورتو. سندس والد مشهور زميندار ۽ M.L.A ٿي گذريو آهي. هن ابتدائي تعليم ٻني عاقل مان ورتي، اسلاميه ڪاليج سکر مان انٽر ۽ گريجوئيشن ڪرڻ بعد زميندارِي ۽ سياسي سرگرمين ۾ مصروف رهيو. اڪثر آزاد اميدوار طور ٻني عاقل تڪ تان چونڊ وڙهندو رهيو آهي. 1985ع وارين عام چونڊن ۾ ڪامياب ٿي صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر بڻيو ۽ علائقي ۾ ترقياتي ڪم ڪرايائين. پنهنجي ڳوٺ ۾ صحت مرڪز قائم ڪرائڻ سميت ۽ مڊل اسڪول کي هاءِ اسڪول جو درجو ڏيارايائين.



اڄڪلهه پيپلز پارٽيءَ سان وابسته آهي، پر طبيعت جي ناسازيءَ سبب سياست کان پاسيرو آهي.

**ڏارينڊڙو:** تعلقي ڇاڇري ۽ ضلعي ٿرپارڪر جي هڪ ديهه ۽ ڳوٺ جو نالو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

رامجي جي ويري، الله بچايو راهمون، جيوناڻي، پڳناڻي، صاحباڻي، ڏوناڻي پاڙو، پاڙو پاراڻي، لڄاڻي، اڪجيءَ جي ڏاڻي، موتيسنگهه جي ڏاڻي، مانبائي جو تڙ، تڙ سميجا ۽ پاني جو تڙ.

**ڏاريو (ناول):** هيءُ ڪتاب مشهور فرينچ ليکڪ ۽ ناول نگار البرٽ ڪامئو (Albert Camus) جي جڳ مشهور ناول 'L Estranger' (1942ع) جو سنڌي ترجمو آهي، جيڪو مشهور نقاد ۽ اديب ولي رام ولڀ 'ڏاريو' عنوان سان ڪيو آهي، جيڪو هن 'اسٽوئرٽ گلبرٽ' (Stuart Gilbert) جي انگريزي ترجمي 'The Outsider' (1946ع) تان ڪيو آهي ۽ اهو انگريزي ترجمو البرٽ ڪامئو جي ڄاڻايل ناول جو انگريزي زبان ۾ ڀرپور ترجمو مڃيو وڃي ٿو. هن ناول جو 'اجنبي' عنوان سان سنڌي ٻوليءَ جي ٻئي نامياري اديب لعل پشپ پڻ 1967ع ڌاري ترجمو ڪيو هو. هيءُ دنيا جو جديد ڪلاسڪ ۽ سڀ کان اهم مڃيو ويندڙ ناول آهي. ڊيمي سائيز پڪي جلد سان، 150 صفحن تي مشتمل هن ناول جي قيمت 65 روپيا آهي. هي ڪتاب روشني پبليڪيشن، ڪنڊياري پاران، 1993ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.




**ڏاريوال جت:** جتن جو هڪ قبيلو جنهن کي ڌنيوال يا ڌليوال به چيو وڃي ٿو. هي پڻ راجپوتن سان تعلق رکن ٿا. سندن مرڪز دارا نگر هو. اڪبر بادشاهه سندن سردار مهر مٽر جي ڌيءَ سان شادي ڪئي هئي. مسٽر براندرٿ جي تحقيق مطابق هنن جو مرڪز اتر اولهه مالوه ۾ هو ۽ هي لڌيانه، فيروز پور ۽ پٽيالا ۾ آباد هئا. هارپي جو ڪم ڪندا هئا ۽ مرڪزي طور ٿانهين ستلج تي ۽ الهندي پاسي جي زرخيز ضلعي ۾ آباد هئا. هن قبيلي جا ماڻهو امن پسند ۽ قناعت پسند رهيا آهن. اڪبر بادشاهه هن قبيلي کي گهڻو نوازيو. مغل دؤر ۾ هي قبيلو ڪافي خوشحال هو. امن پسند هئڻ سبب هن قبيلي جو ڪڏهن به ڪنهن قبيلي سان جهيڙو نه ٿيو.

**ڏاڙيل:** ڏاڙيل جي لغوي معنيٰ ڌاڙو هڻندڙ، ڌاڙائي ڦورو وغيره آهي. اهي ماڻهو جيڪي هٿيارن ۽ ڏاڍ جي زور تي مال، ملڪيت، پئسو وغيره کسين يا ڀُنگ خاطر سرنديءَ وارن ماڻهن کي اغوا ڪن ته اهڙن کي 'ڏاڙيل' چيو ويندو آهي.

سنڌ ۾ ڏاڙيل اوائلي دورن ۾ به ٻُڌبا هئا. سنڌ تي ارغونن، ترخانن، مغلن ۽ ٻين ٻاهرين قومن ۽ قبيلن چڙهايون ڪري وقت به وقت ستابي سنڌ کي پئي لٽيو ۽ ڦُريو آهي. انهن خلاف بغاوتن ڪندڙ ديسي قبيلن کي مغل شاهي درٻاري مؤرخن 'ڏاڙيل' سڏيو آهي، جڏهن ته اُهي محب وطن قبيلا هئا. انگريز دؤر ۾ ننگرپارڪر واري سرحد تي ساٽن ڪوسن ۽ ٻين قبيلن چوٽون ڪاڍيون ۽ انگريزن جي تشدد جو شڪار بڻجڻ ڪانپوءِ انهن مان ڪيترا ڏاڙيل بڻجي ويا. پاڪستان وجود ۾ اچڻ بعد جڏهن سنڌ کي پاڪستان جو حصو بڻايو ويو ته ڏاڙيل مختلف صورتن ۾ موجود رهندا آيا آهن. اصل ۾

ڪي ڏوهاري طبيعت ماڻهو ڏاڙيل هوندا آهن تہ ڪي وري وقت جي حڪمرانن ۽ زميندارن جي ظلمن کان تنگ ٿي ڏاڙيل ٿيڻ تي مجبور ٿيندا آهن. سندن ڏاڙيل ٿيڻ جي پٺيان ڪيترا ڪارڻ لڪل آهن.

سرڪار مختلف وقتن تي جن ماڻهن ڪي ڏاڙيل قرار ڏئي سندن جيئري يا مُئي هٿ اچڻ تي لکين رپين جي انعام جو اعلان ڪندي رهي آهي، انهن ۾: پرو چانڊيو، علي گوهر چانڊيو، نادر جسڪاڻي، محب شيدي، امو ڪوسو، خانو جڪراڻي، صدورو شيخ عرف ڪشمير خان، احمدو جاگيراڻي، علي مراد مگسي، غلام حسين عرف گلي، شاهد مستوئي، خان محمد عرف خانو ڪوسو، سانوڻ خشڪ، مختيار جتوئي، نهال ڪلهوڙو، الله ورايو انڙ، غلام حسين خشڪ، دائم مري، هزارو چاچڙ، الاهي بخش زرداري، الاهو بروهي، نصير فقير، بقادار شاهہ، پناڻ ملاح، غلام نبي ڪورائي، بچل ڏهوٽ، حسن چانڊيو، شاهہ عالم چانڊيو، عالمو چولياڻي، عطا محمد جمالي، عباس جمالي، هوت چانڊيو، قابل چاچڙ، وزير خشڪ، جمعو خشڪ، منظور ٻرڙو، لعل ملوڪ ڪوسو، حضورو ڪوسو، ابراهيم مڪڙو، غلام عرف غلامو چانڊيو، ايوب جتوئي، مصري ڪوسو، علي شير ڪوسو، عطا محمد ڪوسو،



معشوق بروهي، پهلوان جتوئي، خميني جتوئي، دوسو ڪوسو، دوسو چانڊيو، رامجي ڪولهي، ڪرشن ڀيل، غلام حسين عرف جهنگلي ماڇي، چام ٻرڙدي، طوفان شيدي، درو چانڊيو، مير چانڊيو، وزير چانڊيو، سرو چانڊيو، علي حسن ميربحر، نانگ مارفاڻي، نظام ڏاهاڻي، پرو ڪلهوڙو، قربان عرف تہ منٽي ڪلهوڙو، ابراهيم سنديلو، محرم گوپانگ، قادو مڪراڻي، شير پنهور، رحيم پنهور، عليٰ نواز خاصخيلي، غلام قادر نوحاڻي، علي ڪوسو، ميجر ڪوسو، ڪرنل ڪوسو، صادو ناريجو، نظرو ناريجو، مبين ناريجو، اصغر ناريجو، ميجر ناريجو، ڪرنل ناريجو، رمضان شر عرف ملڪ الموت، نبو جوڻيجو، جان محمد عرف جانو آرائين، لائق چانڊيو، لطيف چانڊيو، غلام قادر ميربحر، گلشير چانڊيو، يعقوب چانڊيو، احمد علي چانڊيو، علي گوهر ڏيپراڻي، دادن مرزاڻي، قادو سرگاڻي، محب شيدي، يوسف مري، زيب مرزاڻي، لائق خاصخيلي، يوسف ڪلهوڙو، شريف مغيري، غلام رسول ڪلهوڙو، عزيز گهوٽو، قابل شيخ، مير شيخ، ڪمال فقير شيخ، هدو ڪوسو، محرم عرف محرو مگسي، عاقل اوٺو، شريف لنڊ، خيالي ڪوسو عرف مارشل لا، انو برهماڻي، احمد برهماڻي، شاهد لاڪير، راوت چانڊيو، ڪرڙ چانڊيو، ڪُرو ٽيٻو، سهڻو چانڊيو، اڪبر گائنچو، ٺاهوڪو رند، ڪرم عرف ڪرمون قاسماڻي چانڊيو، جمعو پنهور، عباس جاگيراڻي، بنگل مهر، علي نواز خاصخيلي، ارشاد عرف ارشو ماڇي، يوسف راڄڙ عرف راڪيٽ لانچر، ڪرمون بروهي، رمضان عرف رمضو تاماڻي چانڊيو، رحيم ٻرڙدي سهراب چنو ۽ شادمان ڪوسو وغيره شامل آهن. اهي سڀ ڏاڙيل يا تہ سماجي ڏاڍاين کان تنگ ٿي ڏاڙيل بنيا، يا وڏيرن ۽ زميندارن جا پاليل ڏاڙيل هئا. جڏهن اُهي هن غلط رستي تي اچي وڃن ٿا تہ پوءِ منجهانئن رحم نڪري وڃي ٿو ۽ رت ۽ بارود سندن زندگيءَ جو حصو بنجيو وڃي. پر هڪ جائزي موجب ڪي ڏاڙيل وڏيرن ۽ پوليس جا ستايل هئا، جن مان اڪثر غريبن جا همدرد ۽ عورتن جي آبرو رکندڙ هئا. اهڙن ڏاڙيلن ۾ 60، 70 جي ڏهاڪي ۾ قل ماڇي مشهور ڏاڙيل ٿي گذريو آهي، جنهن بابت چيو وڃي ٿو تہ جڏهن سندس هڪ ساٿيءَ ڪنهن عورت تي بدنظر وڌي تہ ان کي ماري ڇڏيو هئائين.

ان کان سواءِ سنڌ جي گهرو کاتي پاران وقت بوقت نوٽيفڪيشن جاري ٿيندا رهندا آهن، جن ۾ ڏوهارين کي رهزن ڏاڙيل قرار ڏئي مٿن انعام جو اعلان ٿيندو رهيو آهي. اهڙن ۾ اڪثر اتر سنڌ جا بدنام ڏوهاري شامل پئي رهيا آهن، جن ۾: بچو تيغاڻي، حفيظ چاچڙ، لال سيد، علي گل شر، حضور بروهي، غلام نبي چاچڙ، غلام قادر عرف قادري چاچڙ، نورو ڪلهوڙو، موسو ڪلهوڙو، موسو لولائي، گلزار عمراڻي، ملڪ گلزار عمراڻي، ڦوٽو چانڊ، علي گوهر چاچڙ، ابراهيم چاچڙ، ضمير چانڊيو، اعتبار چانڊيو، نظير جتوئي، ابراهيم جتوئي، جبار عرف جبو ابڙو، اشرف گهانگهرو، امير ڪڪراڻي، شمون شيخ، غفور عرف بالو ممڻاڻي، شريف ميرحت، ظهور ڪڪراڻي، عنايت ابڙو، ياسين ابڙو، رسولو ابڙو، حبدار چانڊيو ۽ حبدار ميربحر شامل آهن. سرڪار پاران ڪجهہ وقت اڳ جن ڏوهارين کي اشتهاري ڏوهاري قرار ڏئي سندن مٿان انعام جو اعلان ڪيو ويو آهي، تن ۾ قنبر- شهدادڪوٽ ضلعي جا منتار مغيري، قربو چانڊيو، منير ڪانڌڙو، غوٺو مغيري، معشوق مغيري، صاحب بليدي، اختر ايري، اعجاز ڪلهوڙو، بچل چانڊيو، رياض مستوئي، وچون چانڊيو، گلبهار مغيري ۽ عثمان وڪو، جيڪب آباد ضلعي جا ظفر عرف ظفرو بگٽي، بلند ڏاهاڻي، لکو ڏاهاڻي، ميرو جڪراڻي، سائين بخش نندواڻي، غازي ڪوسو، شهزادو جمالي، لونگ جمالي، ذوالفقار ڪوسو، محبوب رند، سردار شيخ، عبدالله ٻرڙو، زيب ٻرڙو، رسولو بنگلاڻي، محمد علي مرڪي، قبول ڪٽوهر، شبير ديهو، دوست علي ڪوسو، الله رکيو عرف حافظ لنڊ، غلام نبي عرف حاجي ڪٻڙو ڪوسو، شڪارپور ضلعي جا انعام گولو، جلو بگٽي، ميرو پيو، لياقت پيو، ڪرم سندراڻي، زمان سندراڻي، شهزادو مارفاڻي، ڪوڙو، عجب، علي گل، رحيم بخش بروهي، باز محمد بروهي، ديدار لنڊ، حڪيم لنڊ، اختيار، مرچو، ديرن جتوئي، همٿ جيهو، قمر جيهو، جهنڊو بروهي، پپو عيساڻي، غلام نبي جوڻيجو، امتياز جوڻيجو، امداد انڙ، عثمان مهر، منظور مهر، عبدالرسول مهر، شير جتوئي، نجف ڪرسي جتوئي، دوسو مصراڻي، نجم مصراڻي، سهراب چانڊيو، نوازو شيخ، غفار ڪرسي جتوئي، شعبان بنگلاڻي، برڪت مري، طالب ناريجو، علي رضا، شبير، وحيد شيخ، ممتاز شر، پرويز ڪوسو، عبدالخالق ڪرسي جتوئي، موسيٰ جعفري، گلاب جعفري، لياقت جعفري، غلام مصطفيٰ ٻرڙو، وحيد شر، شمن ميتلو، ممتاز عرف پٽو جامڙو، علي جان تيغاڻي، صدر عرف صدورو جتوئي ۽ وهاب چانڊيو شامل آهن.

جيڪي ڏاڙيل ويجهي ماضيءَ ۾ مارجي ويا، تن ۾: محب شيدي، شمون جتوئي، مبين ناريجو، حضورو بروهي، صدر چانديو، محمد علي مغيري، حاڪم مغيري، ديدار مغيري، احمد علي موچي، ساجد چانديو، جاويد پنهور، مشتاق چانديو، ظفرو چانديو، طارق چانديو، عرف جيت مغيري، راشد مغيري، نانگ مغيري، ديدو مغيري، قادري چاچڙ ۽ ڪي ٻيا شامل آهن. هن وقت سنڌ جي الهندي جابلو پٽيءَ واري حصي ۽ گڏو ڪان ٺٽي تائين سنڌو درياهه جي ٻنهي ڪپن سان سوين ڪلوميٽر ٻيلو ۽ ڪچو ڏاڙيلن ۽ ڌوهارين جي پناهه گاهه بڻيل رهيو آهي. شاهه ٻيلو، رانوتي، ڪيٽي ممتاز، شريفپور ٻيلو ۽ سونا ٻنڌي وارا علائقا هينئر به ڏاڙيلن جي ٽاڪن طور ڪم اچن ٿا. نتيجي طور مختلف وقتن جي مختلف سرڪارن ڏاڙيلن جو بهانو بنائي، سنڌ جا ڪيترا تاريخي ٻيلا ساڙائي ڇڏيا آهن. نتيجي طور سنڌ جي آبهوا تي ڪيترا منفي اثر پيا آهن.

**ڏاڙيوال:** هي ڪيتران بلوچن جو هڪ پاڙو آهي، هي پاڻ کي دوداڻي هوت به چوائين ٿا. ڪتاب 'پنجاب ڪي ذاتين' ۾ لکيل آهي ته ڏاڙيوال پٽي راجپوت نسل مان 'جٽ' آهن.

**ڏاڪارو (هنر):** هيءَ هڪ ڪرت آهي. لوهه مان ڇڙا، مٽ، ڪرڪين وغيره ٺاهڻ واري کي ڏاڪارو چوندا آهن. اڳاٽي دور ۾ جوڻ، فتح باغ، سيراٽي ۽ لاڙ جي ٻين شهرن ۾ هن فن جا ڪاريگر گهڻي تعداد ۾ رهندا هئا؛ جيڪي سنيارن (مينهن جي ڳچيءَ ۾ ٻڌڻ وارن وڏن ڇڙن) ٺاهڻ جو ڪم ڪندا هئا. هي ڪاريگر اڪولائي، هٿوڙي، ڦرس، ٻيڙي، ڊبيءَ ۽ مٽيءَ جي قالبن سان ڇڙا وغيره ٺاهيندا آهن. هي هنر سنڌ جي شهرن ۾ موجود آهي، پر لاڙ ۾ هن جو واهپو وڌيڪ آهي.

**ڏامراهه**[1]: تاريخي شهر ڏامراهه ضلعي لاڙڪاڻي کان اتر طرف 11 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي رتيديري - شڪارپور روڊ تي آباد آهي. پهرين ڏامراهه شهر روڊ جي اولهه طرف واقع هو، جتي هن وقت قبرستان ۽ ڦٽل شهر جا آثار دڙن جي صورت ۾ موجود آهن. هن شهر جي آبادي تقريباً ٻارهن کان پندرهن هزارن تائين آهي. شهر جي ٻنهي پاسن کان به وڏيون کڏون آهن، جن ۾ شهر جو گندو پاڻي نيڪال ٿيندو آهي. شهر جي اوپر طرف لاڙڪاڻي- شڪارپور روڊ تي هڪ پوليس اسٽيشن ۽ گورنمينٽ هاءِ اسڪول آهن. ان ڪانسواءِ هن شهر ۾ حضرت يار شاهه بخاري ۽ پير علي مردان شاهه جا مقبرا به آهن.

شهر جي اوپر طرف هڪ ڪلوميٽر جي پنڌ تي پراڻو يادگار تاريخي ٺلهه آهي، اهو قديم ٺلهه ڏامراهه دڙي جي نالي سان مشهور، ٻوڏي دُور جو چيو وڃي ٿو (ڏسو: **ٺلهه ڏامراهه، جلد ٻيو**). انهيءَ ٺلهه جي هيٺان سنڌو تهذيب جو شهر دفن ٿيل آهي. ڏامراهه شهر جي ٻاهران هڪ مسجد جا نشان ڪجهه سال اڳ تائين موجود هئا، جنهن لاءِ روايت آهي ته مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي جوڙايل هئي، جيڪو هن شهر ۾ آيو هو.

هن شهر ۾ ڪيترا عالم، اديب ۽ سياستدان ٿي گذريا آهن، جن ۾ رئيس ميان محمد حسن کهڙو، خليفو فتح محمد ڪنير، خليفو حاجي محمد ابراهيم سيد، محمد بچل شاهه، ميان نبي بخش کهڙو، مولوي عبدالرحمان ڏامراهو، ڪامريڊ عبدالقادر ڪوڪر، عاجز ڏامراهو، رئيس جان محمد جوڻيجو، خورشيد جوڻيجو، جعفر پنهور، بدر ڏامراهو، مهراڻ ڏامراهو، علي نواز 'ناز' ڏامراهو وغيره شامل آهن.

ڏامراهه جي ماڻهن جي جياپي جو دارومدار زراعت تي آهي، ٺٽي ضلعي کان پوءِ ٽماٽن جي وڏي ۾ وڏي پوک هن شهر ۾ ٿئي ٿي. ان ڪانسواءِ هتي ڪڻڪ، ساريون، ڇٽا، مٽر، سرنهن وغيره پڻ پوکي وڃي ٿي. ڏامراهه شهر جي آباديءَ جي 20 سيڪڙو ماڻهن کي پنهنجون زمينون آهن. 30 سيڪڙو ماڻهو سرڪاري نوڪرين ۾ 50 سيڪڙو نوجوان بيروزگاريءَ جو شڪار آهن. ڏامراهه شهر جا اڪثر ماڻهو عورت توڙي مرد لکيل پڙهيل آهن. شهر ۾ ٻارن جي لاءِ اسڪول جي عمارت هاڻي زبون حالت ۾ آهي.

**ڏامراهه**[2] **(ديهه):** تعلقي، ضلعي لاڙڪاڻي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڏامراهه، علي شير ڪوڪر، قيمت آباد، الاهي بخش گوپانگ، محمد پريل جوڳي، دوست محمد شر، محمد چٽل کهڙو، سومر گوپانگ ۽ ڪلوڙ.

**ڏامراهه، قاضي محمد بخش:** نامور سياستدان قاضي محمد بخش ڏامراهه، ڳوٺ آدم خان ڏامراهه، ضلعي نوابشاهه (بينظيرآباد) ۾ 1933ع ڌاري جنم ورتو. ابتدائي تعليم پهرين مسجد اسڪول حاجي لقمان ڪيريو ۽ بعد ۾ شاهپور چاڪر مان؛ سيڪنڊري تعليم لوڪلبورڊ هاءِ اسڪول نوابشاهه مان؛ بي. اي سنڌ مدرسي ڪراچيءَ مان ڪيائين ۽ قانون جي تعليم ايس. ايم. لا ڪاليج ڪراچيءَ مان ورتائين.



قاضي محمد بخش ڏامراهه 67-1966ع ۾ يونين ڪائونسل ڳچاڻيءَ جو چيئرمئن رهيو. 1967ع ۾ جڏهن ذوالفقار علي ڀٽي، صدر ايوب خان جي وزارت تان استعيفا ڏئي پيپلز پارٽي قائم ڪئي ته قاضي محمد بخش ڏامراهه اُن ۾ شامل ٿيو. پيپلز پارٽي ضلعي نوابشاهه جو سينيئر نائب صدر ۽ پوءِ صدر چونڊيو ويو، جنهن عهدي تي 1987ع تائين رهيو. ان کان سواءِ ايم. آر. ڊي تحريڪ ضلعي نوابشاهه جو صدر به رهيو.

قاضي محمد بخش ڏامراهه، پيپلز پارٽيءَ جو اهم اڳواڻ هوندي به دلي طرح قومپرست هو. جي. ايم. سيد، قاضي فيض محمد ۽ سيد امداد محمد شاهه سان گهرا تعلقات هيس. 1972ع ۾ ٻوليءَ وارن فسادن دوران نوابشاهه، سڪرنڊ ۽ موري ۾ جي. ايم. سيد جي جلسن ۾ تقريرون ڪرڻ تي ڪيس گرفتار ڪري سينٽرل جيل سکر ۾ قيد ڪيو ويو. ان وقت جي وزيراعظم ذوالفقار علي ڀٽي کيس عيد جي ڏينهن جيل مان آزاد ڪرائي لاڙڪاڻي ۾ المرتضيٰ هائوس ۾ پاڻ وٽ گهرايو ته هن ڀٽي صاحب کي چيو ته منهنجن ٻين ساٿين کي به مون وانگر آزاد ڪيو وڃي، نه ته مون کي ٻيهر جيل موڪليو وڃي. ان مسئلي تي هن 1977ع ۾ عام چونڊن کان اڳ سکر ڊويزن جي پ پ ڪنوينشن ۾ ذوالفقار علي ڀٽي ۽ پيپلز پارٽيءَ تي سخت تنقيد ڪئي. جڏهن پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت برطرف ڪئي وئي ۽ مارشل لا لڳائي وئي ته هن کي به گرفتار ڪيو ويو ۽ ٻيهر 1983ع ۾ ايم. آر. ڊي جي هلچل دوران ٺٽي مان گرفتار ٿيو. هن 18 فيبروري 2000ع تي وفات ڪئي. ڪيس به پٽ ممتاز علي ڏامراهه، امداد علي ڏامراهه ۽ چار نياڻيون آهن.

**ڏامراهن جي درسگاهه**: سنڌ جي نالي واري عالم دين مولانا عبدالرحمٰن ولد عنايت الله پنهور جو تعلق لاڙڪاڻي جي ڳوٺ ڏامراها سان هو. هن ان وقت جي مشهور مدرس مولانا عبدالله کان فارسيءَ جي تعليم، عربيءَ جي تعليم گهوٽڪيءَ جي مولانا قمرالدين کان ۽ ديني سند همايون شريف ۾ مولانا عبدالغفور مفتون همايونيءَ کان حاصل ڪئي. تعليم جي حصول کانپوءِ هن لاڙڪاڻي ويجهو ڏامراها ۾ ڏامراهن جي درسگاهه قائم ڪئي، جتي هيءَ ديني درس ۽ تدريس سان لاڳاپيل رهيو. سندس مدرسي مان ڪيترائي شاگرد فارغ التحصيل ٿيا، جن مان مولانا محمد حسن جوهيءَ وارو، مولوي محمد صالح دادوءَ وارو، مولوي حاجي احمد يار لانگاهه، ملا ڪاتيار، مولانا خوش محمد ميروخانائي ۽ مولانا فتح محمد ڏامراهن وارو قابل ذڪر آهن.

**ڏامراهو، بدر**: (ڏسو: بدر ڏامراهو جلد ٻيو اضافيات).

**ڏامراهو، عبدالرحمان، مولانا**: جيد عالم، مولانا عبدالرحمان ولد عنايت الله ڏامراهي جو جنم 27 رجب 1268هه/ 17 مئي 1852ع تي ڳوٺ ڏامراهه، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ٿيو ننڍپڻ ۾ هارپو ڪيائين. ٻارهين ورهين جي عمر ۾ مشهور عالم عبدالله بنگل ديرائيءَ (1932ع/1840ع) وٽ ۽ فارسيءَ جي تعليم پڙهڻ ويٺو. ڪجهه تعليم گهوٽڪيءَ مان مولانا قمر الدين وٽ پڙهيو بعد ۾ مولانا عبدالغفور 'مفتون' همايونيءَ وٽ فارغ التحصيل ٿيو ۽ دستار فضيلت ٻڌائين. تعليم مڪمل ڪرڻ بعد درس ۽ تدريس جو پيشو اختيار ڪيائين. پنجويهه ورهيه پير ڳوٺ ۾ ديني فيصلن ۽ فتوائن جو ڪم ڪيائين. پير پاڳاري صبغت الله شاهه جو مٿس ڪافي راز هو. سندس وفات بعد واپس ڳوٺ اچي مدرسو تعمير ڪرائي درس ۽ تدريس شروع ڪيائين. ڪيس ديني مسئلن ۽ فقهي معاملن تي دسترس حاصل هئي. سندس شهرت ۽ قابليت ڪي ڏسي ڪيس بلوچستان جي مڪيه جرڳي جي سردارن ڪوٺيتا ۾ گهرايو ۽ ڪيس ديني فتوائن لاءِ جرڳي ۾ شامل ڪيو ويو. مولانا عبدالرحمان ڏامراهي ديني تصنيفات جي سلسلي ۾ ڪيترائي ڪتاب لکيا، جن مان فارسيءَ ۾ 'فتويٰ رحماني' سندس قابليت ۽ علميت جو مظهر آهي. هن وٽ هڪ مثالي ڪتب خانو هو جنهن ۾ عربي، فارسي ۽ سنڌيءَ جا چونڊ ڪتاب هئا. سندس لائبرريءَ ۾ فقه ۽ منطق تي ناياب قلمي نسخا پڻ موجود هئا. 1307هه/1889ع ۾ حج بيت الله شريف تان موٽندي ڪيترا عربيءَ جا ناياب ڪتاب آندائين. سندس لائبرريءَ ۾ ٽن هزارن کان به وڌيڪ ڪتاب موجود هئا، جيڪي سندس وفات بعد ضايع ٿي ويا. ٻي مهاڀاري لڙائيءَ دوران سنڌ ۾ ڪالرا جي بيماري پکڙي ته ان وڳهي، 11 صفر 1348هه/ 10 جون 1900ع تي وفات ڪيائين. سندس جوڙايل جامع مسجد اڄ به موجود آهي.

**ڏامراهو، مهراڻ**: شاعر مهراڻ ڏامراهي جو اصل نالو مسرت حسين ولد قائم الدين ڏامراهو آهي، سندس جنم 12 سيپٽمبر 1970ع تي تاريخي ڳوٺ ڏامراهه تعلقي لاڙڪاڻي ۾ ٿيو هن پرائمري ۽ مئٽرڪ ڏامراهه مان، انٽر لاڙڪاڻي مان، ايم. اي شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور مان ڪئي. هن شاعريءَ جي شروعات 1990ع کان ڪئي. اديب ۽ محقق ڊاڪٽر بدر ڏامراهو سندس ادبي رهنما رهيو. مهراڻ ڏامراهي جي شاعري سنڌي رسالن توڙي اخبارن ۾ شايع ٿيندي رهي ٿي، سندس گيت ۽ غزل سنڌ جي ناليوارن



فنڪارن توڙي فنڪارائن شهلا گل، زاهد گل، سليم رضا، عاشق نظاماڻي، نظير سمي ۽ ٻين ڳائي خوب داد حاصل ڪيو آهي. سندس مشهور گيت 'اوهان جا پيار مان ڇاڻو' فنڪار سليم رضا ڪنير جي آواز ۾ سنڌي سيٽلائيٽ چئنل ڪشش ۽ ڪي. ٽي. اين تان تمام گهڻي مقبوليت ماڻي. انڪانسواءِ سندس ٻيا ڪيترائي گيت ريڊيو توڙي سنڌي ٽي وي چئنلن تان نشر ٿيندا رهن ٿا. مهراڻ ڏامراهو سنگيت وديا سنگت لاڙڪاڻي جو چيئرمئن ۽ سنڌي ادبي سنگت شاخ لاڙڪاڻي جو سرگرم ميمبر آهي. ڪيس دنيا جي مختلف ملڪن جا سڪا ۽ نوٽ گڏ ڪرڻ جو بيحد شوق آهي، وٽس ڪيترن ملڪن توڙي سنڌ جي قديم سڪن جو تعداد ٽي سؤ کان وڌيڪ آهي. سندس شاعريءَ جا به ڪتاب: (1) 'روز ملجي ڪٿي' ۽ (2) 'اندر جي آس' شايع ٿيل آهن. ڪيس مختا طور ڪي ٽي اين طرفان اوارڊ ۽ ٻيا اعزاز ملي چڪا آهن. هي سوئي سدرن گئس ڪارپوريشن جو ملازم آهي.

**ڏامراهي وارا دڙا** (ماڳ): هي دڙا چوٿين پنجين صدي عيسويءَ جي يادگار آهن. هي دڙا باڊهه ريلوي اسٽيشن جي اولهه- ڏکڻ ۾ ڇهن ميلن جي پنڌ تي ڳوٺ ڏامراهي، ضلعو لاڙڪاڻي آهي. هي دڙا گول صورت ۾ آهن. هتان کوٽائيءَ مان آڳاٽي طرز جون سِرون مليون آهن. اڪثر سرون ڪدي ماڻهن گهرن ۾ ڪتب آڻي ڇڏيون آهن. ٽن چئن دڙن تي مشتمل هي ماڳ آڳاٽي تاريخ جو ورثو معلوم ٿئي ٿو.

**ڏامرڪي** (ديهه): ضلعي سانگهڙ، تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جمعو خان ٽالپر، ڏام رڪي، ڪرنل شير جنگ، حاجي چنڻ وساڻ، مريد خان ڪوري، غلام حيدر وساڻ، حاجي قاسم، اعظم خان ۽ جيٺو بگٽي.

**ڏامڻ، نوڙ، وٺينس** Dhaman/ Common Ratsnake/ mucosus Ptyas: ڏامڻ نانگ ڪوليبريڊاءِ ڪٽنب (ٽائس ميوڪوسَس) سان واسطو رکي ٿو ظاهري شڪل صورت ۾ جُهوڙ نانگ (King Cobra) جهڙو آهي،



انکري ماڻهو هن کي خوف ۾ ماري وجهندا آهن. ’ڏامڻ‘ سنسکرت جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ’رسو‘. ان ئي نسبت سان هن بلا کي سنڌيءَ ۾ ’نوڙ‘ به چوندا آهن. هيءَ بلا وئينس به سڏبي آهي. هن جو جسم مضبوط، گول ۽ تلهو ٿئي ٿو. هلڻ ۾ گهوڙيال کانپوءِ رفتار ۾ ٻئي نمبر تي تيز آهي.

هن بلا کي سنڌ جي ٻهراڙين ۾ ’گَڊو‘ به چوندا آهن. خيال آهي ته هيءَ بلا ڪاريهر جي ڪنهن ٻيءَ جنس سان ڪار جو نتيجو آهي. هونئن هن بلا جو رنگ (ماحول جي فرق سان) منڍيءَ کان پڇڙيءَ تائين هلڪو ۽ گهرو ناسي، زيتوني يا ڪارو به ٿئي ٿو. هن جو پيٽ سرمائي اڇو يا پيلاڻ مائل هوندو آهي. سندس شمار ڊگهين بلائن ۾ ٿئي ٿو، بت ۾ 4 کان 12 فوٽ (1.3 کان 3.7 ميٽر) ڊگهي ٿئي ٿي. هن جو پُڇ جسم جي چوٿين حصي جيترو ٿيندو آهي. نَرعام طور تي ماديءَ کان وڌيڪ ڊگهو ٿئي ٿو.

هن بلا جون اکيون وڏيون ۽ اکين جا تارا گول ٿين ٿا. هيءُ نهايت ئي طاقتور نانگ آهي. هي بلا شڪار کي ارڙ بلا وانگر وڪوڙي مارڻ بجاءِ ان کي گرفت ۾ وٺي جيئرو ڳهي ويندي آهي.

ڏامڻ خشڪيءَ تي رهندي آهي، ٻرن ۾ پناھ ڳوليندي آهي ۽ خطري وقت جسم مٿي ڪٽي ڳچي ڦُندائيندي آهي. ڏينهن جي وقت سرگرم، پر اڪثر لڪل انداز ۾ رهندي آهي. پاڻيءَ ۾ گهڙڻ کان هٻڪندي نه آهي، بلڪ تارُو آهي. مُنڍي پاڻيءَ کان ٻاهر ڪڍي تري ۽ ٽُٻِي هڻي ٿي. وڻن تي به چڙهي سگهي ٿي. خوف جي وقت ۾ 6 فٽن جي اوچائيءَ تائين ٽپو ڏيئي سگهي ٿي. وڙهڻ بدران ٻِرن ۾ لڪڻ کي ترجيح ڏيندي آهي. پر سوڙهه ڪرڻ تي چڪ هڻي ٿي. هي بلا بهادري، هوشياري ۽ همٿ سان ويڙهه ڪندي آهي. ايتري زهريلي ناهي، البت ان جي چڪ سان سخت سور ٿيندو آهي. هن نانگ جو ڪکيل ڪو به جاندار عام مرهم پٽيءَ سان ٺيڪ ٿي ويندو آهي.

وئينس بلا ميداني علائقن ۾ مارچ کان مئي تائين لڳ ڪري ٿي. هن جي مادي مئي کان جُون جي مهينن ۾ هڪ وقت ۾ 6 کان 8 آنا ڏئي ٿي ۽ جُولاءِ - آگسٽ ۾ آنن مان ٻچا ڦُٽي اچن ٿا. ڏيڏر، ڪوئا، پکي، ڪِرڙيون ۽ بيضا سندس خوراڪ ۾ شامل آهن. ڪن علائقن ۾ ڳوناٺا سمجهندا آهن ته هي نَر ڪاريهر آهي، جيڪو مال کي ونگ وجهي ٿڻن مان کير پي ويندو آهي، پر انهن انومانن جو حقيقت سان ڪو به تعلق نه آهي. ڪو به نانگ باقاعدي پاڻي يا کير نه پيئندو آهي، بلڪ ڪنهن ڪنهن مهل زبان ٻوڙي وٺندو آهي.

ڏامڻ سڄي ايشيا ۾ برساتي ٻيلن توڙي چراگاهن سميت مختلف ماحولن ۾ رهي ٿي. سنڌ ۾ ٻنين ۽ ڍنڍن جي ڪنارن تي عام ملي ٿي. هيءُ بنيادي طرح ميداني خطي جو نانگ آهي، پر 1800 فٽن جي اوچائيءَ وارن جبلن تي به ڏٺو ويو آهي. سنڌ، هندستان، پاڪستان سميت ترڪستان، افغانستان، ميانمار، سري لنڪا، چين، جاوا ۽ سماترا ۾ به هن نانگ جو نسل وڌي ويجهي ٿو.

**ڏاميچا/ ڏاميجا**: ڏاميچا، هندن جي ذات آهي، جيڪي شادين مرادين ۾ پوڄن (ڪاڏو) تيار ڪندا آهن ۽ اروڙ ونسي آهن.

**ڏانڌل**: ڏانڌل، ٿر ۾ رهندڙ هندو راجپوتن جي هڪ نُک/ ذات آهي، سنڌ جي مير بحرن ۽ مهاڻن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ ’ڏانڌل‘ آهي. ڏانڌل مهاڻا ڪاري چاڻ ۾ رهن ٿا.

**ڏاني** (ماڳ: Dhani): هندستان جي هرياڻه صوبي جي ضلعي جند جي ڳوٺ ڏانيءَ ۾ هي ماڳ "29°17'27.2 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ "76°16'24.5 ڊگريون اوڀر ويڪرائي ڦاڪ تي جند شهر کان 4 ڪلوميٽر اولهه ۾ ڏاني نالي ڳوٺ کان 400 ميٽر اتر- اوڀر ڪنڌ تي موجود آهي. ڏڙو ٻن هيڪٽرن تي پکڙيل آهي، جڏهن ته ڏڙي جي اوچائي ڏيڍ ميٽر آهي. ماڳ تان اڳ- هڙپائي (Pre-Harappan)، سنڌو تهذيب جي اوج واري دور




(Mature Harappan) ۽ پوسٽ هڙپائي دور (Past-Harappan) سان واسطو رکندڙ ٿانو مليون آهن. اڳ هڙپائي دؤر جا جهيريل (Incised) ۽ اجاريل (Burnished) ٺڪر اوائلي سنڌو تهذيب جون ٿالهيون (جن تي چٽ چٽيل آهن) ۽ ڪي پيالا، جن تي ڪو به چٽ نه آهي ۽ ڪن تي ٻرنگا چٽ چٽيل آهن. اهڙي نموني سنڌو تهذيب جي اوج (Mature) واري دور جا ٿانو، جن ۾ سوراخن واريون دکيون ۽ ننڍڙا ٿانو ۽ تاريخي دؤر جا ٿانو ٿپا به مليا آهن.

ان مان ثابت ٿئي ٿو ته هي ماڳ چار هزار ق. م کان اڳ آباد ٿيو ۽ تاريخي دؤر ۾ آباد رهيو ۽ پوءِ اجڙي ويو. هتان ملندڙ وٿن ۾ ٺڪرائو، پاساڙا، ڏاند گاڏيءَ جا هَب، ڏاند گاڏيءَ جا رانديڪا، ٺڪرمان ٺهيل ڏاند جي مورتي، ٺڪر جون ٽڪنڊيون ٽڪيون ۽ چوڙيون ۽ ٻيون شيون شامل آهن.

**ڏاني** (راڳڻي): ڪافي ٺاٺ جي اوڊو راڳڻي آهي، جنهن ۾ رکب ۽ ڌيوت ورج آهن. هن جا ڪرج، مڌم ۽ پنچم دربل، رکب ۽ ڌيوت سُر ورج آهن. جنهنڪري راڳڻيءَ جو مزاج قائم رهي نٿو سگهي. سنگيت جي ڪتابن ۾ هن جو نالو اوڙو ڌناسي ۽ ڪاڙو ڌناسي لکيل آهي. ڌناسري کان جدا ڪرڻ لاءِ ڪيس ڏاني جو نالو ڏنو ويو آهي.

هن راڳڻيءَ جي خاص تان: نا سا- گا گا- سا- نا- سا- گا گا- ما پا- گا- سا ما پا- نا- سا- گا گا- ما پا- ما گا سا آهي. آروهي: سا گا ما پا نا سا ۽ امروهي: سا نا پا ما گا سا. وادي سُر: گنڌار (ڪومل)، سم وادي سُر: نکاد (ڪومل) آهي. هن راڳڻيءَ جي ڳائڻ جو وقت ٽپهريءَ جو آهي.

**ڏاڻا** (Coriander): ڏاڻا اصل ۾ ڏکڻ يورپ ۽ ايشيا ڪوچڪ جي پيداوار آهن. ڏاڻن جو لاطيني نالو 'Coriandrum sativum' آهي. ڏاڻا مصر ۽ سوڊان جي ڪجھ علائقن ۾ به ٿين ٿا. ڏاڻن جي ٻوٽي جو قد هڪ فٽ تائين ڏڳهو سڌو ۽ اندران ڪوڪلو هوندو آهي. ڏاڻن جا پن پاڻ ۾ مليل ۽ ڪافي ڪٽيل



هوندا آهن. ڏاڻن جا گل ننڍا، گلابي يا اڇي رنگ جا ٿيندا آهن. ڏاڻي جي ٻج جي شڪل سپيءَ جهڙي ٿيندي آهي. رتيءَ کان به ننڍو ۽ گول ٿيندو آهي، جنهن جا ٻه پڙ ٿيندا آهن. جيڪي پاڻ ۾ جڙيل هوندا آهن. ڏاڻا مصالحي طور ٻوڙ ۾ استعمال ڪبا آهن. ڏاڻن مان دوا به تيار ٿيندي آهي. ساوا ۽ سُڪا ڏاڻا مختلف قسمن جي مناٽين ۽ چٽڻين ۾ به استعمال ٿيندا آهن.

ڏاڻن جي ساون پنن ڪي سلاد طور ڪم آڻبو آهي. طبي لحاظ کان ڏاڻا هاضميدار ٿين ٿا. ان ڪري شربتن ٺاهڻ ۾ به ڪم ايندا آهن. ڏاڻا بحيره روم ۾ قديم زماني کان پوکيا وڃن ٿا. هينئر ڏاڻا يورپ، اتر آفريڪا، ڏکڻ آمريڪا ۽ برصغير ۾ پاڪستان (سنڌ)، هندستان، ملائيشيا، ٿائيلينڊ ۽ چين ۾ به وسيع پئماني تي پوکبا آهن.



ڏاڻن ۾ بي انتها غذائي جُزا ٿين ٿا. ڪيميائي تجزيي مطابق ڏاڻن جي هڪ سؤ گرام ۾ 863 سيڪڙو رطوبت 3.3 سيڪڙو پروٽين، 0.6 سيڪڙو چربي، 2.3 سيڪڙو معدنيات، 1.2 سيڪڙو وار ۽ 6.3 سيڪڙو ڪاربوهائيڊريٽس ٿين ٿا. معدني حياتين جزن ۾ ڪيلشم، فاسفورس، آئرن، ڪيروٽين، ٿايامين ربيو فلاوين، ناياسين ۽ وٽامن سي ٿئي ٿي. ان ڪانسواءِ سوڊيم، پوٽيشيم ۽ اوڪسالڪ ايسڊ به موجود ٿين ٿا. ڏاڻن جي غذائي صلاحيت 44 ڪيلريز آهي. ڏاڻن جو ذائقو خوشگوار ٿئي ٿو ڏاڻن جي ٻج ۾ 11.2 سيڪڙو رطوبت، 14.1 سيڪڙو پروٽين، 16.1 سيڪڙو چربي، 4.4 سيڪڙو معدنيات، 32.6 سيڪڙو وار ۽ 21.6 سيڪڙو ڪاربو هائيڊريٽس ٿين ٿا. ان کان سواءِ ڏاڻن ۾ معدني ۽ حياتياتي جزا جهڙوڪ: ڪيلشيم، فاسفورس، آئرن ۽ ڪيروٽين وغيره شامل هوندا آهن.

حڪيمن جو چوڻ آهي تہ ڏاڻا رطوبتن جو نيڪال وڌائين ٿا، بخار جي شدت کي گهٽائين ٿا. ڏاڻن جو استعمال ساهہ جي نلين مان بلغمي مواد خارج ڪرڻ ۽ تشنجي مرضن لاءِ به فائديمند آهي. ڏاڻن جو جوس وٽامن اي، بي، سي ۽ آئرن جي گهٽتائيءَ کي ختم ڪري ٿو ڏاڻن جا هڪ يا ٻه چمچا جوس ۽ لسيءَ ۾ ملائي پيئڻ سان هاضمو درست رهي ٿو پيچش، هيپاٽائيٽس ۽ السر مان پيدا ٿيندڙ سور ۽ قولنج ختم ڪن ٿا.

**ڏائي/ الهوڏائي** (لوڪ گائڪا): ٻائي ڏائي عرف مائي الهوڏائيءَ جو جنم 1945ع ڌاري ڳوٺ حويلي نڪر، تعلقي عمرڪوٽ ۾ ٿيو ٻائي ڏائيءَ 14 ورهين جي عمر کان ڳائڻ جي شروعات ڪئي. هن گائڪيءَ جي سکيا پنهنجي ماءُ ڪنڊ ٻائيءَ کان ورتي. ٻائي ڏائي ڳائڻ جي شروعات درگاهہ



ڪاروڙي سيد (عمرڪوٽ) کان ڪئي. هن خاص ڪري مارواڙي لوڪ گيت ڳاتا آهن. جيڪي ٿر ۽ عمرڪوٽ جي علائقن ۾ گهڻي شوق سان ٻُڌا وڃن ٿا. ٻائي ڏائيءَ جون 20 کان مٿي مارواڙي لوڪ گيتن جون ڪيسيٽون رليز ٿي چڪيون آهن. سنڌس مشهور لوڪ گيتن ۾: 'هالو سهيلڙيان پاڻي نان هالان'، 'پکي وڻجهاران ري لي هالو گجرات'، 'ڏورو'، 'آءَ جي اباڻي وڃان' ۽ ٻيا شامل آهن. ان کان سواءِ قلندر لعل شهباز ڪانفرنس ۾ سنڌس ڳايل ڌمال 'حق قلندر، مرشد قلندر' تمام گهڻي شهرت ماڻي. هن ثقافت کاتي جي هڪ پروگرام ۾ ڳايو هو جنهن ۾ جسونت سنگھ پڻ شرڪت ڪئي هئي. ريڊيو تي ڳائڻ جي شروعات 2009ع کان نصير مرزا جي سرپرستيءَ ۾ 'ٻچوڙو' مارواڙي گيت رڪارڊ ڪرائي ڪيائين. پي. ٽي. وي تي 2010ع ۾ 'سُر ورڪا' پروگرام کان سواءِ 'محفل شب' پروگرام ڪيائين. سنڌي نجي چئنلن تي ڪيترائي مشهور لوڪ گيت ڳاتا اٿس. ڪي. ٽي. اين جي هڪ ڊراما سيريل جو ٽائٽل گانو 'بالميو نهين آيو' هن جو ڳايل آهي. اسلام آباد ۾ لوڪ ورثي وارن سنڌس ڪيترا گيت رڪارڊ ڪيا آهن. هن پي. ٽي. وي (نيشنل) تي ڪافي پروگرام ڪيا آهن.

ٻائي ڏائي درگاهہ ڪاروڙي سيد جي خاص چوڪي ڏيندڙ گائڪا آهي. ڪيس چار پٽ ۽ ٻه نياڻيون آهن. هن وقت عمرڪوٽ شهر ۾ رهائش پذير آهي.

**ڏپ واري** (ديهہ): تعلقي نارا ۽ ضلعي خيرپور جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ بخش واري ۽ ٽيناڙ نالي سان ٻہ ڳوٺ آباد آهن.

**ڌرتي** (Earth): هن ڪائنات ۾ ڌرتيءَ جي جنم بابت مختلف مذهبن ۾ دنيا جي لوڪ ڪٿائي ادب ۾ ڪيترا نظريا ۽ ڳالهيون موجود آهن. جڏهن ته ڪائناتي جوڙجڪ بابت 13 ارب 75 ڪروڙ سال (13.75 billion years) اڳ ٿيل هڪ وڏي ’زوردار ڌماڪي وارو نظريو‘ (Big Bang Theory) سڀ کان



ڪائنات جي جڙڻ وارو عظيم زوردار ڌماڪو

وڌيڪ مقبول نظريو آهي. هي نظريو جارج لي مائٽر (George Le Maitre) سال 1927ع ۾ پيش ڪيو. اهو نظريو هڪ ’مفروضو/ پانيو‘ (Hypothesis) آهي. انهيءَ نظريي تحت ڪيترن سائنسدانن جو وڌيڪ تحقيق وارو ڪم اڄ ڏينهن تائين جاري آهي.

جڳ مشهور سائنسدان البرٽ آئينسٽائين (Albert Einstein) جو لاڳاپي وارو نظريو (Theory of Relativity) به انهيءَ نظريي تي آڌاريل آهي.

هي نظريو اهڙوئي آهي، جيئن لطيف سائينءَ فرمايو آهي:

’وحدت تان ڪثرت ٿي، ڪثرت وحدت ڪُل‘

ڌرتيءَ جي جڙڻ جو هڪ نظريو گيسن جو نيبولائي وارو نظريو به آهي. ان نيبولائي نظريي (Nebulae Theory) جو باني ايمانيوئل سويڊنبرگ (Emmanuel Swedenborg) آهي، جنهن هي نظريو پهرين 1734ع ۾ پيش ڪيو ۽ 1755ع ۾ وڌيڪ دليلن سان واضح ڪندي لکيو ته گيس جا بادل- نيبولائي (Gaseous cloud- Nebulae) ڦرڻي وانگر حرڪت ڪندي ڪندي، هوريان هوريان ٺپجي، ڇڪ يا ڪشش (gravity) سبب چپترا (flatten) ٿيا ۽ آخر ۾ هنن مان گرهه (planet) وجود ۾ آيا.

اهڙي ساڳي ڳالهه پيئر- سائمن ليپليس (Piear Simon Laplace) به 1996ع ۾ پيش ڪئي. هن دليل ڏنا ته هڪ آڳاٽي شمسي بادل (Portosolar Cloud) جي ميلاپ سان هڪ آڳاٽو شمسي نيبولا (Prrtosolar Nebulae) وجود ۾ آيو جيئن جيئن نيبولا ٺپجندو ويو اهو چپٽرو ٿي هڪ چلي وانگر ٿجي ويو پر هن جو اهو ڌرتيءَ جي جڙڻ وارو نيبولائي نظريو ڪجهه نقصن سبب ڪارگر نه سمجهيو ويو هن ۾ گرهن (planets) جي حرڪت (movement) جيڪا 99 سيڪڙو زاويائي حرڪت (Angular Movement) آهي، ان جي وضاحت ڏنل نه آهي. ان ڪري ويهين صديءَ ۾ اهو نظريو پنهنجي افاديت وڃائي ويٺو

**ڌرتيءَ جي جڙڻ وارو نظريو** (Theory of Earth Origin): وڏي ڌماڪي واري نظريي (Big Bang Theory) موجب 5 ارب 75 ڪروڙ سال اڳ هن ڪائنات (Universe) ۾ هڪ ڳتيل ۽ جميل مادي وجود ورتو جيڪو پنهنجي اندرين تپش (Inner Temperature) سبب ڦاٽي ڪيترن ئي ننڍن ننڍن حصن ۾ دز جي ذرڙن ۾ پکڙيو اهي ذرڙا اربين سال اڳ تائين انهيءَ صورت ۾ ڪائنات ۾ موجود رهيا ۽ پوءِ انهن ۾ ڇڪ ۽ ڪشش پيدا ٿي ۽ اصل مادي وجود جي چوڦير ڪيرڊارائن/ ڪهڪشائن (Galaxies) جي صورت ۾ ڦرڻ لڳا. هن بگ بئنگ نظريي موجب وڏي ڌماڪي جي ڪري جيڪي سنساري دز وارا بادل (Cosmic) ٺهيا، تن ۾ ’آدي ذرڙن‘ (Protons) ۽ ’بنا بار ذرڙن‘ (Neutron) جي ميلاپ سان اربين، ڪربين، نيلين ۽ پدمين انگن ۾ ’ننڍڙا مرڪز‘ (Nuclei) پيدا ٿيا، جن مان ڪيترائي عنصر (Elements) جُڙيا. پهريون عنصر هائيڊروجن (Hydrogen) پيدا ٿيو ۽ ان سان گڏوگڏ تمام معمولي انداز ۾ هيليم (Helium) ۽ ليٿيئم (Lithium) جا اهڃاڻ به مليا آهن. اُن ريت شروعاتي آدي جڳادي اٽو (Primemodial Atom) وجود ۾ آيو سنساري دز (Cosmic) ۽ گئس پاڻ ۾ رلي ملي پولار ۾ تڙا ٿيا ۽ مٽيءَ جي ذرڙن وارا ڪڪر ٺجي وڌيڪ ننڍن ۽ ڳتيل پاڳن ۽ حصن ۾



سنساري دز وارا ڪڪر (Cosmos)

ورهائجڻ لڳا. منجهن ڪشش/ ڇڪ سبب مادو ٿلهو ٿيو ۽ مٽيءَ جي ذرڙن وارا ڪڪر مرڪزي مادي جي چوڦير ڦرڻ لڳا. مرڪزي مادي جو حصو سوڙهو ٿيو ته ان ۾ گرميءَ جو درجو وڌڻ لڳو ۽ نيٺ ان ۾ ’گرم جوهري قوت‘ (Thermo Nuclear Force) پيدا ٿي ۽ ان مان 5 ارب سال (5 billion years) اڳ هڪ ٻئي ڌماڪي سبب تمام گهڻي توانائيءَ واري سگهه جاري ٿي، جنهن مان سج ٺهيو ۽ باقي سنساري دز وارن ڪڪرن مان مادي وارا گرهه (Planets)، 4 ارب ۽ 60 ڪروڙ سال (4.6 Billion years) اڳ ٺهيا. ان ريت ڌرتيءَ جي ڪهاڻي سنساري دز وارن ڪڪرن کان نت نين جنساري قسم/ نوعَ پيدا ٿيڻ تائين تمام دلچسپ حيرت ناڪين سان پريل هن ريت آهي:

**شمسي نظام ۽ ان جا پيا گرهه:** ساڍا چار ارب سال اڳ شمسي نظام (Solar System) ٺهيو جنهن جي اندرئين حِصار (Inner Region) ۾ پهريان چار گرهه ۽ ٻاهرئين حِصار (Outer Region) ۾ پويان چار گرهه آهن، جن جي ترتيب هن ريت آهي:

1. ٻُڌ/ عطارد (Mercury)
2. وِهائو/ الزهره (Venus)

3. ڌرتي / الارض (Earth)
4. اڱارو / المريخ (Mars)
5. خميس / المشتري (Jupiter)
6. ڇنڇر / زحل (Saturn)
7. سامونڊي / اورانوس (Uranus)
8. حماد / نيپچون (Neptune)

شمسي نظام ۾ سج (Sun) جو قطر 1391000 آهي، جڏهن ته گرهن (planets) ۾ وهائوءَ (Venus) جو قطر 12104 ڪلوميٽر، ڌرتيءَ (Earth) جو قطر 15756 ڪلوميٽر اڱاري (Mars) جو قطر 6794 ڪلوميٽر، ڇنڇر (Saturn) جو قطر 120536 ڪلوميٽر سامونڊي جو قطر 51118 ۽ حماد (Neptune) جو قطر 49532 ڪلوميٽر آهي.



نظام شمسي

شمسي نظام جو سڀ کان وڏو گرهه خميس (Jupiter) بين شمسي گرهن کان اڍائي ڀيرا وڌيڪ ماس رکندڙ آهي. سڀ کان ننڍو گرهه ٻڌ (عطارد: Mercury) آهي، جيڪو ڌرتيءَ جي چنڊ جيڏو آهي ۽ ان کي ڪلائيڊ ٽومبا نالي سائنسدان 1930ع ۾ ڳولي نروار ڪيو. شمسي نظام جي هر هڪ گرهه جو پنهنجو خاص وايومنڊل (Atmosphere)، گرمي پد (Temperature)، ٿڌاڻ (Coldness)، آبهوا (Climates)، ويندي طبعي صورتحال (Physical Feature) به جدا جدا آهي.

اسان جي ڌرتي، شمسي نظام جي بين گرهن (Planets): خميسي (مشتري: Jupitar)، ڇنڇر (زحل: Saturn)، سامونڊي (اورانوس: Uranus) ۽ حماد (نيپٽون: Neptune) کان ننڍي آهي، جڏهن ته باقي بين گرهن کان وڏي آهي. زمين جي هر گرهه کي پنهنجا ڪيترائي اپگرهه (چنڊ: Moon) آهن. جڏهن ته ڌرتيءَ کي رڳو هڪڙو چنڊ آهي.

**ڌرتيءَ جو وايومنڊل ۽ ان جي جوڙجڪ (Atmosphere of Earth and its structure):**

ڌرتيءَ جا مکيه چار تهه آهن، جيڪي هن ريت آهن:

**وايو منڊل (Atmosphere):** ڌرتيءَ جي چوڌاري گئس جو وايو منڊل آهي، جيڪو ڌرتيءَ جي ڇڪ (Gravity) جي ذريعي قائم آهي، جنهن ۾ ڌرتي گئسون ۽ پاڻي ٻاقورينڊي رهندي آهي.

**پيون ٿار- تهه (Lithosphere):** هن پيون ٿار واري تهه، ڌرتيءَ کي ٿلهو/ اوٽو (Platform) مهيا ڪيو آهي، جنهن تي سڀجي سنساري جيوت پنهنجو پنهنجو الڳ وجود رکي ٿي ۽ چرپر ڪري ٿي.

**پاڻهارو- تهه (Hydrosphere):** هن تهه واري حصي ۾ ڌرتيءَ تي موجود هر پاڻياٺي شيءِ ٻن صورتن: نهري ۽ پاڻيٺي شڪل ۾ پنهنجو وجود رکي ٿي، ان ۾ سمنڊ، درياهه، بارف/ گليشيئر وغيره اچي وڃن ٿا.

**حياتياتي منڊل (Biosphere):** هي ڌرتيءَ جو حياتياتي تهه آهي، جتان سمورا جاندار اُسريا ۽ موجود آهن.

**ڌرتيءَ جي جوڙجڪ (Layers of Earth):** ڌرتيءَ جي شڪل بلڪل گول نه، پر بيضي جهڙي آهي. اها ڳالهه سڀ کان پهرين يوناني فلاسفر پيٿاغورث (Pythagoras) ڪئي. هڪ ٻئي پيون جاڳڪ (Geographer)، فرڊينينل مائلان (Ferdinal Mayallan) چيو ته: "ڌرتي 'هودڙي' (Ball) وانگر آهي."

ڌرتيءَ جو پهريون 'مٿيون سخت مٿاچرو' پيون ٿار (Lithosphere) آهي، جنهن تي هي سڄو جنسار جڙيل آهي ۽ اسان ان تي هلون ڦرون ٿا. ان کي 'پيون ڪڙي/ پيون چمڙ' به چوندا آهن. 'پيون چمڙ' (Skin of Earth) جي هيٺ 'مٿيون سخت پيون ماس' (Solid upper mantle) آهي ۽ ان کان هيٺ 'ڪونئرو تهه' (Asthenosphere) آهي، جنهن کي 'رجندڙ پيون ماس' (Molten upper Mantle) به چوندا آهن. انهيءَ 'رجيل پيون ماس' ۾ ڪيترا ئي آڪري شڪل (Oval Shape) وارا توانائيءَ جا وهڪرا ڦري رهيا آهن، جيڪي 'ڌرتيءَ جي تاپ' (Earth Temperature) ۽ 'ڌرتيءَ جي داب' (Earth Pressure) جي مٽ سٽ (Exchange) جي ڪري پيدا ٿيندڙ هڪ قسم جي برقي وهڪ (Convectional Current) وسيلي جڙيل تاسرين (Tectonic Plates) کي تحرڪ ۾ رکن ٿا. انهن 24 جڙيل تاسرين جي مختلف ڏسائن ڏانهن جُدا جدا نموني واري حرڪت سبب زلزلا ايندا رهندا آهن. انهيءَ





ڌرتيءَ جي ڪرڻائي توانائيءَ جو سادو وچور

'رجندڙ پيون ماس' کان پوءِ 'اڌو گابرو پکو پختو پيون ماس' (Lower Mantle Semi Rigid) آهي، جنهن جي هيٺ 'ٻاهريون رجيل ڳر' (Molten Outer Core) آهي، جنهن ۾ تتو ڳار (Magma) موجود هوندو آهي، جڏهن ته ڌرتيءَ جي ماڳهين مرڪز ۾ 'اندريون سخت ڳر' (Solid Inner Core) آهي. انهيءَ 'سخت ڳر' کان 'پيونءِ چمڙ' (Crust) تائين ڌرتيءَ جو قطر (Radius) 6378 ڪلوميٽر آهي.

ان ريت ڌرتي تهه در تهه سخت، نرم تهن ۽ رجندڙ تتي ڳار واري پيون ماس سان جڙيل آهي. شروعات ۾ ڌرتيءَ تي هڪ وڏو مها کنڊ (Pangaea) ۽

هڪ ئي مهاساگر (Panthalasa) هو، جيڪو 22 ڪروڙ سال کان 5 ڪروڙ سال اڳ تائين ونڊبو ۽ جڙندو آيو. پهرين ٽيٿس (Tethys) سمنڊ وسيلي يڪي مهاکنڊ ورهائجي، اُترين اڌولي (Northern Hemisphere) ۾ لاريشيا (Laurasia) ۽ ڏکڻ اڌولي (Southern Hemisphere) ۾ گونڊوانا لينڊ (Gondwana Land) ۾ تقسيم ٿيو. ان کان پوءِ 5 ڪروڙ سال اڳ 'سنڌ تاسر' (Indian Plate) جي 'يوريشين پليٽ' (Eurasian Plate) سان ٽڪراءَ سبب هماليا جبل جي جُڙڻ تائين رهيو. (پڙهندا: ٽيڪٽونڪ پليٽون، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد ٻيو، صفحي 510 کان 513).

زمين جي مٿاڇري مٿان هڪ هزار ميلن تائين هوا جو تهه آهي، جيڪو هيٺان کان گهاٽو ۽ مٿي جيئن پوءِ تيئن ڇڊو ٿيندو وڃي ٿو. ڌرتيءَ جو سراسري مٿاڇرو (Average Surface) ستر سيڪڙو سامونڊي پاڻيءَ ۽ ٽيهه سيڪڙو زمين تي ٻڌل آهي، ان ۾ ست وڏا کنڊ: ايشيا (Asia)، يورپ (Europe)، آفريڪا (Africa)، اتر آمريڪا (North America)، ڏکڻ آمريڪا (South America)، انٽارڪٽيڪا (Antarctica) ۽ آسٽريليا (Australia) اچي وڃن ٿا، جڏهن ته پنج مهاساگر: سانتيڪو مهاساگر، سست مهاساگر، آرڪٽيڪ مهاساگر، انٽارڪٽيڪ مهاساگر ۽ سنڌي مهاساگر اچي وڃن ٿا، جڏهن ته ڌرتيءَ تي اهڙا ٻيا ڪيترائي ٻيٽ ۽ ٻيٽاريون سمنڊن ۽ مهاساگرن ۾ موجود آهن.

**ڌرتيءَ جو وايومنڊل (Atmosphere of Earth):** ڌرتيءَ (Earth) جي وايومنڊل جا بنيادي طرح سان پنج تهه هڪ ٻئي جي مٿان آهن. جنهن ۾ هيٺ هوا گهاٽي، جيئن جيئن مٿي وجبو تيئن هوا ڇدڙي (Thin Air)



وايو منڊل ۾ سانوٽي مانداڻ جو جُڙڻ

ٿيندي ويندي آهي ۽ ساڳيءَ ريت ڌرتيءَ جي حرارت جو سلسلو به گهٽ ٿيندو ويندو آهي.

وايومنڊل جا تهه (Layers of Atmosphere) هن ريت آهن:

**ڦرنڊڙ گهرنڊڙ منڊل (Troposphere):** اهو ڌرتيءَ جي مٿان پهريون تهه آهي. ڌرتيءَ جي موسم (Weather) جي ڦيرگهير به انهيءَ منڊل ۾ ٿيندي آهي. جهڙوڪ: ڪڪرن جو ٺهڻ، هوائن جو گهلڻ، مينهن وسڻ ۽ طوفان اچڻ، پاڻيءَ جي ٻاڦ ورجڻ ۽ ڪڪرن جي صورت وٺڻ وارو وغيره. اُنهيءَ منڊل جو فاصلو ڌرتيءَ جي مٿاڇري کان اُڀي نموني (Vertically) ذري گهٽ 7 ڪلوميٽر آهي، جڏهن ته اڌوڪ (Equator) کان قطب ڏانهن اهو فاصلو ذري گهٽ 17 ڪلوميٽر آهي. هن تهه ۾ نائٽروجن، مٿيءَ جا ذرا ۽ ٻين ڪيترين گئسن سان گڏ آڪسيجن گئس جو مقدار 25.94 سيڪڙو ۽ ڳهم





ڌرتيءَ تي مندن جو ڦير

(Humidity) 0.04 سيڪڙو آهي، جيڪو ڌرتيءَ جي ساهواري جيوت جي ٽڪڻ لاءِ مناسب آهي.

**سانتيڪو منڊل (Stratosphere):** اهو ڌرتيءَ مٿان گئسن جو ٻيو تهه آهي، جيڪو 51 ڪلوميٽرن تائين اُڀو هوندو آهي، اُنهيءَ تهه ۾ ئي جهاز اُڏامندا آهن ۽ ڌرتيءَ جي ٽه- ائٽين واري (Three Atomic) آڪسيجن جي پرماڻن (Molecules) جي اوزون گئس ($O_3$) جو تهه به اُنهيءَ تهه ۾ آهي. هن حصي ۾ گهٽوتٽو گرمي پد هڪ ڪرو (Constant) رهي ٿو انهيءَ ۾ ٽه ائٽيائي (Tree atomic) اوزون گئس ($O_3$) جو سڀ کان گهڻو مقدار موجود آهي، جيڪو سج جي تزواڱٿائي (Ultraviolet) ڪِرڻن کي جذب ڪرڻ جي صلاحيت رکي ٿو ۽ اُنهن تُزواڱٿائي ڪِرڻن کي ڇاڻيءَ وانگر ڇاڻي، اُجاري ۽ صاف ڪري، ڌرتيءَ ڏانهن اُماڻيندو رهندو آهي. هن مٿئين ٽئو منڊل ۾ تاپ (Temperature) ٻڙي (0°) کان ڪاٺواسي (-80°) پد تائين هيٺ مٿي ٿيندو رهي ٿو.

ڌرتيءَ تي موجود لکين ڪروڙين ڪارخانن، بجلي گهرن ۽ اهڙن ٻين گئسون خارج ڪندڙ ننڍين وڏين فيڪٽرين مان نڪرندڙ گئسون، اوزون (Ozone =$O_3$) تهه ۾ هڪ سوراخ پيدا ڪري رهيون آهن، جنهن جي نتيجي ۾ سج جا تُزواڱٿائي ڪرڻا (Ultraviolet Rays) برفيلي کنڊ، انٽارڪٽيڪا کي ڳاري رهيا آهن. ان ڪري آرڪٽڪ قطب ۾ ڏاڪڻو سمنڊ جڙي رهيو آهي. ان عمل جي ڪري ڌرتيءَ تي هاڃيڪار اثر پئجي رهيا آهن.

**وچيون منڊل (Mesosphere):** اهو تهه ڌرتيءَ کان 80 کان 85 ڪلوميٽرن تائين چوڏسائن ۾ آهي. انهيءَ آسماني تهه ۾ ڪرندڙ تارن جو عمل پڻ ٿيندو آهي. ان ۾ تمام اُتاهينءَ تي گرمي پد گهٽبو وڃي ٿو.

**جر منڊل (Thermosphere):** ڌرتيءَ جو اهو تهه 804- 321 ڪلوميٽرن تائين اُڀي نموني بُلند آهي. هن جر منڊل ۾ جيئن جيئن مٿي وجبو تيئن تيئن گرمي پد وڌندو ويندو، جيڪو 1200 درجي (1200° C) تائين پهچندو آهي. هن حصي (Zone) ۾ اها گرمي ان ڪري گهٽي ٿيندي آهي، جو آڪسيجن جا پرماڻا (Molecule) سج جي تيز ڪرڻائي تاپ کي جذب ڪري آڪسيجن

جي اٽن جا آئين/ اٽوڪ' (Ions of Atoms) ٺاهين ٿا، جن جي ڪري برقي وهڪ (Electrical Charge) پيدا ٿئي ٿي. اهو 'جر منڊل' اصل ۾ آڪسيجن جي اٽن جو 'اٽوڪو منڊل' (Ionosphere) ٿي هوندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن سنڌ ۾ اترئين پاسي 'وڄسارا/ وجون' (Light) نظر اچڻ جو سبب انهيءَ اٽوڪي منڊل جو قدرتي لقاءُ آهي.

**ٻاهريون منڊل (Exosphere):** ڌرتيءَ جو اهو ٻاهريون منڊل آهي، جنهن مان وايو منڊل (Atmosphere) جون گئسون پولار (Space) ۾ خارج ٿينديون آهن، جنهن ۾ هوائون نه هئڻ جهڙيون آهن، پر ڌرتيءَ جي گوراڻ واري ڇڪ (Force of Gravity) اُتي پڻ متحرڪ ۽ عمل جوڳي آهي. انهيءَ ته ۾ مُند ۽ ماحول جي جاڻ ڏيندڙ ۽ ٻيا سيارا ڦرندا آهن. اهو منڊل، اُيي نموني 9975 ڪلوميٽر اُتاهون آهي ۽ ڌرتيءَ جي وايومنڊل جو اهو ڊگهي ۾ ڊگهو ته آهي، ان ڪان ٻاهر پولار (Space) جي حد شروع ٿيندي آهي.

**ڌرتيءَ جي حرڪت (Earth Revolution):** ڌرتي لاڳيتو ۽ مسلسل حرڪت ڪري رهي آهي. انهيءَ حرڪت جا ٻه قسم آهن: هڪ لاٽونءَ وانگر پنهنجي پَرَتي اولهه کان اوڀر طرف ڦرڻ، اڌوڪي ليڪ (Equator) اترين قطب کان ڌرتيءَ جو ڦيرو ائين ڏسڻ ۾ ايندو جيئن گهڙيال جون سُيون هلنديون آهن، جنهن سان ڏينهن ۽ رات ٿين ٿا. اهو ڦيرو 24 ڪلاڪن جو آهي. انهيءَ سان هوائن جو نهڻ، گهمر جو وايومنڊل ۾ پيدا ٿيڻ، ٻوٽن ۽ جانورن جي واڌ ويجهه پڻ ڌرتيءَ جي ان ريت ڦرڻ تي آڌاريل آهي. ساوا ٻوٽا ڏينهن جو 'ڪرٽائي ترتيب' (Photosynthetic) وسيلي روشني جمع ڪندا آهن ۽ رات جو ان جو استعمال ڪندا آهن. ڌرتي به ساڳيءَ ريت سج جا ڪرڻا جذب ڪندي آهي ۽ رات جو خارج ڪندي آهي، جنهنڪري تاپ جو ڦيرو (Cycle of Temperature) مڪمل ٿيندو آهي.

پاڻي ۽ هوا پنهنجو رستو ڌرتيءَ جي لاٽونءَ واري ڦيري ذريعي ٺاهيندا آهن. جيڪو 'اترين اڌولي' (Northern Hemisphere) ۾ ساڄي طرف ۽ ڏاکڻين اڌولي (Southern Hemisphere) ۾ کاٻي پاسي جُڙندو آهي. ان عمل کي 'حرڪي اثر' (Coriolis effect) چيو ويندو آهي. چانڊوڪي رات ۾ وِير (Tides) ٻڌجي اٿڻ وارو عمل پڻ انهيءَ ڦيري سان لاڳاپيل آهي. ٻي حرڪت سج جي چوڌاري آڪري نموني (Oval Shape) ۾ ڦيرا ڏيڻ واري آهي، جنهن سان مندن جي ڦير گهير ۽ ڏينهن ۽ رات جي وقت ۾ ننڍ وڏائي پيدا ٿئي ٿي. اهو ڦيرو 365 ڏينهن ۾ مڪمل ٿيندو آهي. سياري ۾ ڌرتي (Earth) سج کان پرڀرو ۽ اونهاري ۾ ويجهڙائيءَ کان ڦيرو ڏيندي آهي. ان ڦيري ۾ ڌرتي (Earth) پنهنجي مخصوص واٽ تي جڳهه به مَٽائيندي رهندي آهي.

**ڌرتيءَ جون ويڪرائي ۽ ڊگهائي ڦاڪ وارين ليڪون (Latitudes & Longitudes of the Earth):** اڀ ۾ ڌرتيءَ جو گهيرو چوويهه هزار اٺ سئو سٺ ميل (24860 ميل) يعني چاليهه هزار نو ڪلوميٽر (40009 ڪلوميٽر) آهي. اها ڌرتي ٻن اڌولن، اُترئين اڌولي (Northern Hemisphere) ۽ ڏاکڻين اڌولي (Southern Hemisphere) ۾ ورهايل آهي، جڏهن ته 0 ڊگري ويڪرائي ڦاڪ واري ليڪ (Latitude)، ڌرتيءَ کي اوڀرائين ۽




ڌرتيءَ جو گولو (اڌوڪ، ويڪرائي ڦاڪ ۽ ڊگهائي ڦاڪ)

اولهائين اڌولن ۾ ورهائي ٿي. اها هڪ خيالي ليڪ وسيلي سائنسي ونڊ آهي. سڄي ڌرتي 360 اُڀين ڦاڪن ۽ 180 ليٽيل ڦاڪن ۾ ورهايل آهي، جيڪي ويڪرائي ڦاڪ (Latitude) ۽ ڊگهائي ڦاڪ (Longitude) طور ڄاتيون وڃن ٿيون. اهي به تصوراتي ۽ نقشن ۾ ڏنل ليڪن ۾ آهن. ڌرتيءَ جون ٽي ويڪرائي ڦاڪ وارين ليڪون اهم آهن: پهرين زيرو ڊگريءَ واري اڌوڪي ليڪ (Equater)، ٻي ليڪ، ڌرتيءَ جي 'گرم سرطاني دائري' (Tropical of Cancer) تي 23.5 درجي تي آهي. ٽين ليڪ، جيڪا جدي دائري (Tropical of Caprican) تي 23.5 درجي اترين ويڪرائي ڦاڪ تي موجود آهي.

**ڌرتيءَ جي ڪجهه انگ اکري ڄاڻ (Some facts and figures of the Earth):** سج (Sun)، ڌرتيءَ (Earth) کان ڏيڍ سو ڪروڙ ڪلوميٽر (150 million Km) پري آهي. سج جي روشنيءَ کي ڌرتيءَ تائين پهچڻ ۾ 8 منٽ ۽ 50 سيڪنڊ لڳندا آهن. جڏهن ته چنڊ ڌرتيءَ کان 3 لک 84 هزار ڪلوميٽر (384000 km) پري آهي. ڌرتيءَ تي ٻه وڏا ٿڌا ٽوپ (Ice Cap)، انٽارڪٽيڪا (Antarctica) ۽ گرينلنڊ (Green Land) جي ڪنارن تي موجود آهن، جيڪو دنيا جو وڏي ۾ وڏو ٻيٽ آهي. ڌرتيءَ جو مينهوڳيءَ وارو ٻيلو (Tropical Rain Forest)، جيڪو تمام اُتاهون آهي، ان جو گهڻو حصو برازيل جي اميزان (Amazon) درياهه واري ٻيلي جو آهي. دنيا جي سڀ کان گهميل جاءِ (Wettest Zone) انڊيا جي چيرا پونجي (Cherra punji) آهي. دنيا جو اوچو ۽ اُتاهون مقام هماليا جي جابلو سلسلي (Himalayan Range) جي چوٽي مائونٽ ايوريسٽ (Mount Everest) آهي، جيڪا ٽيهه هزار پنجٽيهه فوٽ (30035 فوٽ) اوچي آهي ۽ ايشيا کنڊ جي ملڪ نيپال ۾ آهي. ڌرتيءَ جو وڏي ۾ وڏو کنڊ ايشيا (Asia) آهي. هن کنڊ جي ايراضي 44,887,537 چورس ڪلوميٽر آهي، جيڪو ڌرتيءَ جي سمورن کنڊن (Continents) جو ٽيون حصو آهي، جتي دنيا جي سٺ سيڪڙو (60%) انساني آبادي رهي ٿي، جيڪي نيگرو (Negroid)، منگول (Mongoloid)

۽ ڪاڪيشيئن (Caucasian)، پروٽو آسٽروائيلڊ (Proto Austaloid)، آرمينائيڊ (Arminoid) ۽ الپائني (Alpaniod) نسلن تي ٻَڌل آهن. ڌرتيءَ تي 35 هزار قسمن جا گل، ٻوٽا، وڻ، ٽڻ (Flora) آهن. جڏهن ته جانورن ۾ 10 لک نمونن جا جانور موجود آهن. جتي آفريڪا کنڊ جي گهٽائيءَ واري آبادي رهي ٿي.

ڌرتيءَ جو سڀ کان وڏو مهاساگر، سانتيڪو ساگر (پئسفڪ سمنڊ: Pacific Ocean) آهي. وڏي ۾ وڏو سمنڊ عربي سمنڊ (Arabian Sea) آهي، جنهن جي ڪل پکيڙ 155,557,000 چورس ڪلوميٽر آهي. ڌرتيءَ جو وڏي ۾ وڏو ۽ تمام گرم برپٽ، آفريڪي کنڊ جو 'صحارا' (Sahara) آهي،




جنهن جي ڪل ايراضي 9,000,000 چورس ڪلوميٽر آهي. انهيءَ صحارا برپٽ مان دنيا جو وڏي ۾ وڏو درياهه نيل (Nile) وهي ٿو جنهن جي ڊيگهه 6690 ڪلوميٽر آهي. ڌرتيءَ جو سڀ کان وڏو اُپٻيٽ، عربي اُپٻيٽ (Arabian Peninsula) آهي، جنهن جي ڪل ايراضي 3,250,000 چورس ڪلوميٽر آهي، جڏهن ته اونهي ۾ اونهي سامونڊي کاهِي 'ميريانا' (Mariana Trench)، جپان ويجهو پئسفڪ سمنڊ (Pacific Ocean) جي ويجهو آهي، جڏهن ته وڏي ۾ وڏي لوڻاٺي ڍنڍ، ڪئسپيئن سمنڊ (Caspian Sea) آهي، جنهن جي ڪُل ايراضي 370,992 چورس ڪلوميٽر آهي، جيڪا يورپ ۽ ايشيا کنڊ جي وچ ۾ آهي.

دنيا جو سڀ کان مٿاهون زميني ليٽو تبتي ليٽو (Tibet Plateau) آهي، جنهن کي 'دنيا جي ڇت' چيو ويندو آهي، جڏهن ته دنيا جو قديم ترين جبل، آمريڪا جو 'ائپلاچيئن جبل' (Appalachian Mountain) آهي ۽ ويجهي دؤر ۾ پنج ڪروڙ سال اڳ يوروشيئسن ۽ انڊين پليٽن جي ٽڪراءَ (Indian-Eurasian Collision) سبب جڙيل جابلو سلسلو هماليا (Himalayan Range) آهي، جنهن کي 'جوان تهه دار جبل' (Young Folded Mountain) پڻ چوندا آهن. ڌرتيءَ تي دنيا جو وڏي ۾ وڏو 'جابلو جهرڻو' (Water fall) وينزويلا (Venezuela) ملڪ ۾ آهي.

**ڌرتيءَ جو ڀون جاڻڪاري/ جيالاجيڪل وقت جو ماپو (Geological Time scale of Earth):** ڀون وگياني وقت جي ڏاڪڻ (Staircase of Time)، ڀون ڄاڻڪن (Geologists)، هڪ وڏي تحقيقي ڀون اپياس کان پوءِ، ڌرتيءَ جي ڀون جاڻڪاريءَ بابت، زمانن ۽ دورن جو هڪ ماپو (Geological Time scale)



ڌرتيءَ جي جُڙڻ وقت جو منظر — ڌرتيءَ تي کنڊ جڙڻ وارو لقاءُ

جوڙيو آهي، جنهن موجب انهيءَ 4 ارب 60 ڪروڙ ورهيه (4.6 Billion Years) اڳاٽي دؤر ۾ ڌرتيءَ تي گهڻي طبعي تبديلي (Physical Variation) واقع ٿي. ڌرتيءَ جو اندريون حصو تڏو ٿيو، جڙيل تاسرين (Tectonic Plates) جي گهڻي چرپر جي ڪري ڪوڙ ڀونچال/ زلزلا آيا. جبلن جا 'تمام وڏا تَتا هنڌ' (Gigantic Hot spot)، تتو ڳار (Magma)، تتي ريج (Lava) جي شڪل ۾ اوڳاڇيندا رهيا. ڪيترائي آتش فشاني جبل جهڙوڪ: سينٽ هيلنس (St. Helens)، ڪراڪوٽوا (Krakotoa) جڙيا. انهيءَ دؤر تائين پکو مهاکنڊ پئنجيا (Pangaea)، ٽيٿائيس سمنڊ (Tethys Sea) ذريعي ٻن وڏين مهاکنڊن (Super continent)، ڏکڻ قطب ۾ گونڊوانا کنڊ (Gondwana Land) ۽ اتر قطب ۾ لاروشيا کنڊ (Laurasia Continent) جي صورت ۾ اُسري آيا. انهيءَ زماني ۾ گونڊوانا لينڊ وارو کنڊ، اتر اڌوڪ (Equator) ڏانهن لڙي پيو انهيءَ عرصي ۾ ٿڌ جا 4 دؤر آيا، جن مان پهريون ٿڌ جو دور (Ice Age)، 7 لک ورهيه اڳ آيو هو ۽ 75 هزار سال اڳ، ٿڌ جي چوٿين ۽ آخري دؤر جي شروعات ٿي ۽ اهو دؤر 10 هزار ق. م ۾ گرم دؤر ۾ منتجڻ لڳو.

**ڌرتيءَ جي ڄمار ۽ دؤر (The Age of Earth and its Era):** ڌرتيءَ جي ڪل ڄمار 6 ارب سال آهي. اٽڪل ساڍا چار ارب سال اڳ ڌرتيءَ تي 'اڻ ساهوارين شين جو زمانو' (Pre-Cambrian Age) هو. اٽڪل پنجاهه ڪروڙ سال اڳ ڌرتيءَ تي 'ساهوارا جيوَجُڙڻ وارو ڌماڪو' (Cambrian Explosion) ٿيو ۽ ڌرتيءَ تي ساهواري جيوت جا انواع (Species) اُسرڻ لڳا. ان کي سائنسدان 'عظيم حياتياتي ڌماڪو' (Biological Big Bang) چون ٿا.

**حياتيءَ کان اڳ وارو زمانو (Pre Cambrian Era):** انهيءَ زماني کي ڳجهي حياتيءَ وارو زمانو (Cryptozoic) به چيو ويجي ٿو. ان زماني کي ٽن دورن ۾



ورهائي سگهجي ٿو. جيڪي ترتيب سان هن ريت آهن:

**پاتال وارو زمانو (Hadean Era):** اهو زمانو 4 ارب 60 ڪروڙ ورهيه (4.6 billion years) اڳ کان شروع ٿيو. ان دؤر ۾ سنساري دز (Cosmic) مان ڌرتي جڙڻ شروع ٿي ۽ گيسن جا ڪڪر سج جي چوڌسائن ۾ ڦري رهيا هئا. ڌرتيءَ جو طبعي لقاءَ هن ريت هو جو هر پاسي گندرف (Sulphur) جو سڙڻ، آتشفشاني جبلن جو ڦاٽڻ، ٽاڪرو پهڻن واري مينهن جو وسڪارو ٿيڻ، هوا جو گرم ۽ ٻاڦوريل هئڻ، چئوڌسائن ۾ ڪاربان ڊائي آڪسائيڊ ($CO_2$)، نائٽروجن ۽ سلفر جا مرڪب ٻري رهيا هئا. تتوريج/ لاوو (Lava)، اجا مس ٺريو ٿي ته وري ڪنهن تتي ڳار (Magma) ۾ پورجي ٿي ويو. سائنسدانن جي تحقيق موجب انهيءَ دؤر ۾ گرهه اڱارو/ مريخ (Mars)، ڌرتيءَ سان ٽڪرايو ۽ ڌرتيءَ مان هڪ ٽُڪر ڪي، اپگرهه- چنڊ (Moon) جي شڪل ۾ ڌار ڪري ويو.

**آڳاٽو زمانو (Archian Era):** اهو زمانو هڪ ارب سال (1 billion years) اڳ ۾ هو. ان زماني ۾ ڌرتيءَ تي موجود هر شيءَ ٺرڻ لڳي. ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ ($CO_2$) چنائي پٿر (Lime stone) صورت ۾ سمنڊ جي تري ۾ ويهي رهي هئي. هوا ۾ نائٽروجن گئس تمام گهڻي هئي. آسمان ۾ هر ويلي مينهوڳيءَ جا ڪڪر ڀريا بيٺا هئا. آتش فشاني جبلن جي تتي ڳار (Magma) مان ساموندي ترو (Oceanic Floor) جڙي رهيو هو. ساموندي ننڍا ننڍا ٻيٽ، وڏن ساموندي ٻيٽن (Islands) جي صورت اختيار ڪري چڪا هئا، پر اجا مهاکنڊ پئنجيا (Pangaea) نه جڙيو هو. يڪي مهاساگر 'پئٿلاسا' جي سطح تي پهريون حياتياتي جيو، 'نيرو- سائو سينور' (Blue Green Algae) اُسرڻ لڳو. اوائلي حياتي، مهاساگرن (Oceans) ۽ ان جي ڪنار وارن پٽن (Coastal Areas) مان اُسرندي ۽ نسرندي نظر اچڻ لڳي.

**اوائلي حياتيءَ وارو دؤر (Proterozoic Era):** ڀون اڀياس جي ڏگهي تاريخ ۾ 2 ارب سال (Two billion years) اڳ ڌرتيءَ جي جڙڻ جو سلسلو ننڍن ننڍن ٻيٽن جي جُڙڻ کان وٺي هڪ يڪي مهاکنڊ 'پئنجيا' (Pangaea) جي صورت ۾ هليو. اڳتي يڪي مهاکنڊ 'پئنجيا' مان ٻه مهاکنڊ، ڏکڻ ۾



'گونڊوانا لينڊ' (Gondwana Land) ۽ اتر ۾ 'لاريشيا' (Laurashia) جڙيو انهيءَ زماني ۾ جڙيل ناسرين (Tectonic Plates) جي حرڪت تمام گهڻي ۽ تکڙي رهي. ان ڪري زلزلا/ ڀونچال به گهڻا ايندا رهيا.

**ڌرتيءَ جو حياتياتي دؤر (Cambrine Era of Earth):** اهو ابتدائي دؤر هڪ گهرڙيائي حياتياتي جيو (Unicellular animal) کان وٺي گهڻ گهرڙيائي جيوت: ڪرڙين، ڊائنوسارن، هاٿين، گهوڙن، باندرن ۽ بن مانسن کان ويندي انسان جي جنم تائين رهيو آهي. ان جا ٻيا ننڍا دؤر هن ريت آهن:

**قديم حيواني دؤر (Archaeozoic Era):** هن دؤر ۾ ڌرتيءَ جي وايو منڊل (Atmosphere) ۾ آڪسيجن جڙڻ لڳي، جنهن جي ڪري وڏو قدبت رکندڙ ساهواري جيوت جو اُسرڻ ممڪن ٿي پيو هو. هڪ ارب 35 سال (135 Million Years) اڳ 'هڪ جيوگهرڙو' (Single celled creature) اُسريو. ان ريت 17 ڪروڙ سال (170 million years) اڳ 'گهڻ گهرڙن وارا جيو' (Multicellular Animal) پيدا ٿيا. اٽو (Atom) گهڻ اٽيائي بڻجي ڏگهي پرماڻي (Large Molecule) جي صورت ورتي. ڌرتيءَ جو مٿاڇرو جڙيو ۽ ڪيترائي نوان کنڊ ۽ نوان مهاساگر (Oceans) نروار ٿيا. ڌرتيءَ جي هئي حياتيءَ واري زماني ۾ (Ordovician) ساوڪ ۽ وڻڪار سان گڏ ڪرنگهيدار ۽ بنا ڪرنگهي وارا انيڪ جيوَ نروار ٿيا. سرٽا جيوَ ۽ جَل ٿَليا جانور، وڏا ٻيلا، وڏا وڻ، وڏين ڇڇين وارا جانور، انهي آڳاٽي قديم دؤر جي آخرواري زماني (Permian) ۾ جهجها پيدا ٿيا هئا.

**آڳاٽي ساهدار جيو وارو زمانو (Paleozoic Era):** هيءُ دؤر 50 ڪروڙ سال (500 Million Years) اڳ کان شروع ٿيو ۽ 27 ڪروڙ سال (270 Million Years) اڳ تائين جاري رهيو. اهو آڳاٽو دؤر (Paleozoic) ڀون و گيان (Geology) جي حساب سان ستن (7) دورن ۾ ورڇيل آهي. حيات کان اڳ وارو دؤر (Pre Cambrine)، 50 کان 60 ڪروڙ سال رهيو ۽ حيات وارو دؤر (Cambrine)، 50 ڪروڙ سال اڳ شروع ٿيو. ان کان پوءِ اوائلي آبي حيات وارو زمانو (Ordovicean) 40 ڪروڙ 40 لک سال اڳ شروع ٿيو. اهڙي ماحولياتي ڦيري جي ڪري مهاساگرن جي مٿاڇري تي ترندڙ الجي (Algae)، ڪرڻائي ترتيب (Photosynthetic) جي عمل سبب، وايو منڊل (Atmosphere) منجهه آڪسيجن ۾ تمام گهڻو واڌارو ٿيو. انهيءَ ڪري وڏن ساهوارن جيوَن جي جنم لاءِ ماحول جڙي پيو. مهاساگرن ۽ ان جي ڪنار وارن علائقن ۾ ته گونچيا جيوَ (Trilobites)، شيل مڇي (Shel Fish)، مرجان (Corals) ۽ ٻقياري/ سپنج مادي (Sponges) جهڙي ساهواري جيوت ظاهر ٿي. ان کان پوءِ واري هئي زماني ۾، پاڻي ۽ زمين جي گڏيل جيوت جو دؤر (Devinian) 40 ڪروڙ سال اڳ شروع ٿيو. جنهن ۾ جل ٿل وارا جانور پيدا ٿيا. ان کانپوءِ ٽيون دؤر، چن وارن جبلن جي جُڙڻ وارو دؤر (Mississippian Epoch) 30 ڪروڙ 50 لک سال اڳ شروع ٿيو. ان کانپوءِ چوٿون دؤر، ڪوئلي جي تهه وارو دؤر (Pennsylvanian Epoch) 30 ڪروڙ 10 لک سال اڳ شروع ٿيو. سنڌ جو ڪارونجهر جبل ساڍا ٽي ارب سال (3.5 Billion Years) اڳ جو آهي، جڏهن ته سنڌ ۾ ترجو ڪوئلو 30 ڪروڙ 10 لک سال اڳ ۾ جُڙيو هو دنيا جا گهڻائي ڀون جاڻُڪ (Geologist) پنجين دؤر، ڪوئلي جُڙڻ واري دؤر (Mississippian Epoch) ۽ ڳاڙهي واريا سي پٿر ۽ وڻن واري زماني (Devonian Epoch) کي ساڳيو دؤر قرار ڏين ٿا ۽ آمريڪي ڀون وگياني (Geologist) ان کي پنهنجي ملڪ جي هڪ علائقي Mississippi جي نالي سان هڪ الڳ دؤر تصور ڪن ٿا. ان کان پوءِ ستين ۽ آخري قديم دؤر (Permian) جي آخري حصي ۾ 27 ڪروڙ سال اڳ سرٽا

جيوَ (Reptiles)، جل ٿليا ۽ واڙياسي پٿرجُڙڻ جون نشانيون ملن ٿيون.

**ڌرتيءَ تي حياتيءَ جو وچيون زمانو (Mesozoic Era):** هي زمانو ننڍين ڪرڙين ۽ ٿڻائتين جانورن جو دؤر (Triassic Period) آهي، جيڪو 22 ڪروڙ سال اڳ شروع ٿيو ان کان پوءِ پربت جيڏن جانورن: ڊائناسارن وارو دؤر (Jurassic Period) 19 ڪروڙ سال اڳ شروع ٿيو جنهن ۾ اوائلي پکي (birds)پڻ پيدا ٿيا. هن ٻئي ڊائنوسار واري دؤر (Jurassic Era) ۾ وڏا



پربت جهڙا جانور پيدا ٿيا، جن ۾ ڊائنوسار جا هزارين نسل به شامل هئا. 13 ڪروڙ سال اڳ پولار مان ايندڙ ڪنهن جابلو چپ جي ڌرتيءَ سان ٽڪرائڻ سبب سڄو آسمان مٽيءَ جي دز سان ڀرجي ويو ۽ ساهه کڻڻ ۾ تڪليف سبب ڌرتيءَ جي 95 سيڪڙو جيوت ختم ٿي وئي. ان ڪانيوءَ 'چاڪ واري دؤر' (Cretaceous Period) ۾ 13 ڪروڙ سال اڳ ڊائناسور ختم ٿي ويا ۽ گل ٻوٽا، ڦروارا وڻ ۽ چاڪ جا وڏا ذخيرا ظاهر ٿيا. انهيءَ زماني ۾ اوائلي حيات ۾ بنا ڪرنگهي وارا ساموندي جيو ۽ ننڍا ٻوٽا (گاهه، گوچر) اُسريا. وچيون ساهوار جيو وارو زمانو (Mesozoic Era)، ٽيرهن ڪروڙ سال اڳ کان هڪ ڪروڙ سال اڳ تائين جاري رهيو.

**ڌرتيءَ جو چوٿون حياتياتي دؤر، قديم انسان ۽ جديد انسان (Quaternary Era, Ancient and Modern Human being):** هي ڌرتيءَ جو ويجهو زمانو آهي، جيڪو نئين حياتيءَ وارو دؤر (Cenozoic Era) ۽ نئين جيوت وارو زمانو يعني برفاني چپن جو زمانو (Glacial Epoch) سڏجي ٿو. هي دؤر پنجن دؤرن ۾ ورڇيل آهي. ٿڻائتن جانورن (Paleocenc) جو دؤر 6 ڪروڙ 50 لک سال اڳ ٿي گذريو ان کان پوءِ گهوڙن ۽ گڏهن جهڙن جانورن جو دؤر (Eocene) 6 ڪروڙ سال اڳ آيو. ان کان پوءِ باندر جهڙي مخلوق وارو دؤر (Oligocene) 4 ڪروڙ سال اڳ آيو. ان کان پوءِ وهيل مڇي ۽ بن مانس جهڙي جانور جو دؤر (Miocene) 2 ڪروڙ 50 لک سال اڳ آيو. ان کان پوءِ پنجون دؤر گوشت خور جانورن جو دؤر (Pliocene) 60 لک سال اڳ آيو اهو نئون پٿر جو زمانو (Pleistocene Era)، جيڪو ارڙهن لک (1.8 ملين) سالن کان ڏهن هزارن سالن تائين جي زماني تائين پکڙيل آهي. انهيءَ سڄي چوٿين ساهواري جيوت جي زماني (Quaternary Era) ۾ زميني گرمي پد ۾ گهٽيون تبديليون آيون. ڌرتيءَ تي 7 لک سال اڳ شروع ٿيندڙ چئن (4) وڏن برفاني دؤرن کان پوءِ ننڍا ننڍا ٿڌ جا دؤر ايندا رهيا. انهيءَ دؤر جي آخري 5 لک وارن سالن ۾ ابتدائي انساني وجود، مختلف ڪنڊن ۾ معاشي چريڙ ۾ مصروف نظر اچي ٿو. اهو ابتدائي انسان آفريڪي کنڊ کان نڪري، وچ اوڀر، ايشيا ۽ يورپ تائين پکڙيو. انهيءَ پهرئين انسان جا 40 لک سالن کان 25 لک سال پراڻا پٿر جا اوزارَ ايٿوپيا (Ethopia) مان لڌا آهن، جڏهن ته انڊونيشيا جي هڪ ٻيٽ جاوا (Java) مان هڪ انساني ڍانچو 5 لک سال پراڻو ۽ ٻيا 27 هزار سال پراڻا ڍانچا ۽ هڏا لڌا آهن.

ايم. ايچ. پنهور جي تحقيق موجب سنڌ ۾ 5 لک سال اڳ انسان موجود هو، جڏهن ته هڪ آمريڪي محقق خاتون 'اوميل' سنڌ ۾ اوائلي انسان ڪي چار لک 70 هزار سال اڳ جاڻائيندي، ان کي ايران، عراق، قديم يونان ۽ يورپ کي وسائيندڙ اوائلي انسان قرار ڏنو آهي. 'ريڊيو ڪاربان تاريخ جي طريقي' (Radio Carbon Dating System) واري هڪ تحقيق موجب 5 لک سال اڳ اوائلي 'باندر جهڙي انسان' (Australopitheeus) کان وڌيڪ سُڌريل، وڏي مٿي واري، باهه ٻاريندڙ ۽ شڪار لاءِ پٿر جا اوزار ٺاهيندڙ 'اپيري نينڊرٿسلس انسان' (Momo-Nanderthalasls) جو 50 هزار سال پراڻو هڏائون پڃرو، جرمنيءَ جي نينڊر نديءَ واري ماٿريءَ مان لڌو آهي. اسان جي هن نئين دؤر جي انسان جادام (جد + آدم = Homosapien) جو وجود به 50 هزار سال کان ثابت آهي. جديد ۽ موجوده نسل جي لوڪن جو 'ابو آدم' هوموسيپئن (Homoscpain) انسان، يورپ ۽ ايشيا کنڊ ۾ آباد



ٿيو. 7130 ق. م کان 6230 ق. م تائين اهو جديد انسان بيرنگ سمنڊ جو سوڙهو لڪ ٽپي آمريڪا کنڊ ۾ پهتو، جتي پهچي هن ڏکڻ آمريڪا جي ماڳهين چيڙي تي 'ميگاوان' جي سوڙهن لڪن ۾ انساني آباديون قائم ڪيون. اهڙا اهڃاڻ اتان مليا آهن. ان کان اڳ دنيا ۾ آڳاٽن انسانن، ائٽلانٽڪ تهذيب (Atlantic Civilization)، يونوچ تهذيب (Mediterranean Civilization)، وچ آمريڪا ۾ مايا تهذيب (Mayan Civilization)، انهن جي تسلسل واري مصري تهذيب (Egyptian Civilization)، ان کان سواءِ چيني تهذيب (China Civilization) کي ڌرتيءَ تي قائم ڪرڻ وارا انوکا ڪارناما سرانجام ڏنا، جڏهن ته 20 هزار ورهيه اڳ سنڌو ۽ گنگا واري پٽ (Plains) تي آڳاٽن آسٽريليائي ۽ ٻين لوڪن مان 12 هزار سالن تائين گڏ رهڻ جي ڪرت ۽ ثقافت وارو هڪ روپي نسل دراوڙ اُسري نروار ٿيو. سواءِ انهن لوڪن جي، جيڪي جبلن کان آيا، جيڪي 'پٿر جي

وچئين دؤر' (Mesolithic) تائين مڇي مارڻ ۽ شڪار تي گذران ڪندا هئا.

6 هزار 5 سئو ورهيه اڳ پٿر جي نئين دؤر (Neolithic Period) جو باني انسان (Neolithic Man) ڪراچيءَ لڳ گڊريءَ ڪان وٺي، سڄي ڪيرٿر جي علائقي ۾ روهڙيءَ جي جبلن ۽ ڪوهن واري جُوءِ ۾ پٿر جي صنعت ۽ ڪاريگريءَ کي هلائيندي ۽ ڪِرت ڪندي نظر اچي ٿو. پٿر جو نئون دؤر، انساني تهذيب ۾ هڪ وڏو انقلاب هو. درياهه جي اُٿل ۽ برسات تي کيتي ڪرڻ، چوپايو مال ڌارڻ، ڳوٺ ۽ شهر ٻڌڻ، آويءَ ۾ مٽيءَ جا ٿانءَ پچائڻ، واپاري مناسنا، ڦيٿو، ٻيڙي ۽ سڙهه هن دؤر جي ايجاد آهن. هن انسان سنڌ ۾ 3000 ق. م (ترقي يافته شهري دؤر) کان گهڻو اڳ سنڌو تهذيب جو بنياد وڌو.

**ڌرتيءَ جو درد** (ڪتاب): سنڌ هند جي صف اول جي شاعر ارجن شاد جي شعري انتخاب جو مجموعو 'ڌرتيءَ جو درد' (The Agony of Earth)، موهن ڪيسواڻيءَ، سئم انٽرنيشنل، سانتاڪروز (E) ممبئيءَ پاران شايع



ڪيو آهي. ارجن شاد بحر وزن جي علم جو استاد ۽ ترقي پسند ڌارا جو اوائلي شاعر ۽ شيخ اياز جو همعصر هو. هن شعري انتخاب ۾ ارجن شاد جا غزل، نظم، گيت، آزاد نظم، لوليون، نرتيه ناٽڪ (منظوم) 'ڏاهيون ڏک ڏِسن' وغيره شامل آهن. هن انتخاب ۾ ارجن شاد جو ورهاڱي جي درد تي لکيل طويل نظم 'انڌو دونهون' به شامل آهي، جنهن کي 'ڪنڊ ڪاوڙ' ڪوٺيو وڃي ٿو. اهڙو اثر دار شعر اُن دؤر ۾ صرف ارجن شاد ئي لکيو هو. هن ڪتاب ۾ سنڌ وطن، سنڌي زبان ۽ سنڌي قوم سان اٿاهه محبت وارا شعر به ڏنا ويا آهن ته سنڌي زبان جو مرزا قليچ بيگ کان پوءِ لکيل (شايد) پهريون سنگيت ناٽڪ 'ڏاهيون ڏک ڏسن' به شامل ڪيو ويو آهي. ڊيمي سائيز جي 151 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب 1997ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو ۽ ان جي قيمت 80 روپيا آهي.

**ڌرتيءَ جو ڏنار** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي قومي اڳواڻ بشير خان قريشيءَ جي المناڪ شهادت تي، مختلف اديبن، ليکڪن، صحافين، قومي




اڳواڻن ۽ ڪارڪنن جي تاثراتي مضمونن تي مشتمل آهي. هيءُ ڪتاب سنڌ جي نوجوان صحافي سارنگ مُنير سومري سهيڙي شايع ڪرايو آهي. ڪتاب جو مهاڳ ناليواري ليکڪ اعجاز منگيءَ لکيو آهي، جڏهن ته تعارف نذير ناشاد سومري لکيو آهي. هن ڪتاب ۾ محمد ابراهيم جويي، عبدالواحد آريسر، الاهي بخش سومري، ڊاڪٽر نياز ڪالاڻي، گل محمد جکراڻي، ڊاڪٽر صفدر سرڪي، ڊاڪٽر دودي مهيري، ڊاڪٽر مير عالم مري، جامي چانڊيي، مقصود خان قريشي، علي حسن چانڊيي، نثار کوکر، دستگير ڀٽي، جي. اين. مغل، ناز سهتي، زرار پيرزادي، صنعان قريشي ۽ ٻين جا مضمون ۽ تاثر شامل آهن. هيءُ ڪتاب بشير خان قريشيءَ جي چاليهي تي پڌرو ڪيو ويو. ڪتاب ۾ ڪل 112 صفحا آهن. ڊيمي سائيز ۾، پڪي جلد سان، چار رنگي ٽائيٽل واري هن ڪتاب جي قيمت 150 روپيا آهي. هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي سنگت شاخ چڪ، مئي 2012ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**ڌرتيءَ جو سڏ** (ڪتاب): هي سنڌي ٻوليءَ جي نامور هستي، دانشور، اديب، ڪهاڻيڪار، سماج سڌارڪ ۽ ناٽڪ نويس ڪيرت ٻاٻاڻيءَ جو نه فصلو ناٽڪ آهي. هن ناٽڪ بابت ڪيرت ٻاٻاڻي خود لکي ٿو "هي ناٽڪ




هڪ حقيقي جذبي ۽ نُوس ويچار جي بنياد تي ٻَڌو ويو آهي. انسان جي ڌرتي ماءُ سان ازلي سِڪ ۽ ڇِڪ جي عظيم پاونا (جذبي) کي اظهار ڏيڻ جي ڪوشش آهي. ناٽڪ سنڌي جاتيءَ ۾ ان دردناڪ دور جو ترجمان آهي، جڏهن سنڌي ڌرتيءَ ڏڪاڻا ٻڌجي، پنهنجي قومي ۽ سيتڪ (تهذيبي) وجود کي پنهنجين اکين سان ٽڪرا ٽڪرا ٿيندو ڏسي، پيڙا کان بحال هنجون هاري رهيا هئا، ۽ ڌرتيءَ لاءِ لوچ، پياس ۽ وس، اهڙيءَ ڪنهن پوڻ جون خواب پٺي لڏائون، جيڪا کين چپر ۽ چانوَڏَئي سگهي، ۽ هو نئين سر پنهنجون پاڙون لڳائي، ان جي گود ۾ ٽانيڪو ٿي، پنهنجي عظيم الشان ۽ شاهوڪار تهذيب، تمدن ۽ ٻوليءَ لاءِ نوان ڪيت اُڳائين. پنهنجي بيوطنيءَ جي ڏکوئيندڙ احساس کان نجات پائين. جاتيءَ جي تتربتر ۽ ڪٽوڪٽو ٿي وڃڻ واري خطري کان بچائين، روشن آئيندي جو سپنو لهن ۽ ان کي ساڪار بڻائي سجائين." "پارت جي پوميءَ تي... ڪڇ ئي اهڙو علائقو هو، جنهن سان سنڌين جا قريبي رشتا هئا، تاريخي، جاگرافيائي، تمدني، ٻوليءَ توڙي من و گيانڪ (نفسيات) جي لحاظ کان ڪڇ ۽ سنڌ همشريڪ رهيا آهن. ڪڇ ڪنهن زماني ۾ وشال سنڌ جو ڀاڱو رهيو آهي. عام طور اسين ائين چوندا آهيون ته اگر سنڌي اسان جي ماءُ آهي ته ڪڇي اسان جي ماسي آهي، جنهن ۾ اڄ به 80 سيڪڙو کان مٿي شبد (لفظ) سنڌي پنڊار مان آهن."

ڪيرت ٻاٻاڻيءَ انهيءَ جذبي هيٺ هي ناٽڪ لکيو هو ته سنڌين کي ڪڇ ۾ وسائجي ته جيئن اهي ڪڇ جي مسلمان ذاتين سان ملي هڪ ٿي وڃن ۽ سنڌ ڌرتيءَ جي حدن کي به ويجها هجن. هي ناٽڪ ڪيرت هڪ نه، پر ٽي پيرا لکي پورو ڪيو ۽ ان ساڀيان جو روپ 2004ع ۾ ورتو. سندس هي ناٽڪ ايس. پي. مينگهاڻيءَ، سورٺ پبليڪيشن ممبئيءَ پاران، آڪٽوبر 2004ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ڊيمي سائيز جي 94 صفحن جي هن ڪتاب جي قيمت 80 روپيا آهي.

**ڌرتيءَ جو شهيد** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي قومي ڪارڪن شهيد سميع الله ڪلهوڙي جي المناڪ شهادت ۽ شخصيت بابت مختلف ليکڪن، قومي اڳواڻن ۽ ڪارڪنن جي مضمونن ۽ تاثراتن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جو مرتب ميهڙ جو نوجوان ليکڪ ۽ صحافي آزاد انور ڪانڌڙو آهي. ڪتاب ۾ ٽارچر سيل مان سميع الله جو پنهنجي ونيءَ کي لکيل آخري




خط بہ ڏنل آهي. ڪتاب جو مهاڳ قومي دانشور عبدالواحد آريسر لکيو آهي. ان کانسواءِ ان ۾ ڪيترن قومي ڪارڪنن، صحافين جا مضمون، تاثر ۽ اخبارن جا ايڊيٽوريل وغيره شامل آهن. پڪي جلد سان، ڊيمي سائيز جي هن 320 صفحن جي ڪتاب کي 2005ع ۾ ميهڙ آواز پبليڪيشن پاران ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. ڪتاب جي قيمت 200 روپيا آهي.

**ڌرتي دل وارن جي** (فلم): سنڌي فلم 'ڌرتي دل وارن جي' 1975ع ۾ عيدالفطر جي موقعي تي، چاندني سينيما حيدرآباد، نگار سينيما لاڙڪاڻي ۽ پيراڊائيز سينيما سکر ۾ ناصر برادرس وارن طرفان رليز ٿي هئي. هن فلم جو هدايتڪار غلام حيدر صديقي هو، جڏهن تہ فلم جي موسيقي ظفر علي ترتيب ڏني هئي. هن فلم جو فلمساز چوڌري شريف هو. اداڪارن ۾ عشرت چوڌري، وسيم، مينا، محبوب عالم، مشتاق جسڪاڻي، گل منير،




منصور بلوچ، فريده انجم، ملڪ انوڪو ۽ شهزادي هئا. فلم جا ڪي گانا ڪامياب ويا. سراسري طور ڪو سٺو بزنس ڪونہ ڪيو هو. توڙي جو عشرت چوڌري پنهنجي فن جو شاندار مظاهرو ڪيو هو. هن فلم تي پنجابي فلمن جو اثر تمام گهڻو نظر آيو.

**ڌرتي دين ڌرم** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي ناليواري مزاحمتي ابراهيم منشيءَ جي انقلابي شاعريءَ تي مشتمل آهي. هن ڪتاب ۾ ابراهيم منشيءَ جا ڪيترائي مشهور نظم، گيت، غزل، بيت، چوسٽا، ٽہ سٽا ۽ وايون شامل آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ ايم. ايم. سنيو لکيو آهي.




ڪتاب ۾ 'اسان انقلابي'، 'ڪيئن سهنديون سور او ساٿي'، 'انقلاب'، 'درياھ سان سوال'، 'درياھ جو جواب'، 'لطيف در دانهن'، 'ويڪائو'، 'وڏيرا'، 'ديس دروهي'، 'ڌرتي دين ڌرم'، 'منهنجي ڌرتي'، 'روپا ماڙي'، 'توڙهي سانھ'، 'وڄھ جا وريام' جهڙا مشهور گيت ۽ نظم وغيره شامل آهن. 160 صفحن تي مشتمل، ڊيمي سائيز جي پڪي واري هن ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي. جنهن جو ٻيو ڇاپو 2004ع ۾ روشني پبليڪيشن ڪنڊياري ڇپائي پڌرو ڪيو.

**ڌرتي سارو ديس** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب چوند سفرنامن تي مشتمل آهي، جنهن جو مرتب سنڌ جو ناليوارو اديب ۽ براڊڪاسٽر نصير مرزا آهي.




هن ڪتاب ۾ مختلف ليکڪن مرزا قليچ بيگ، سيد ميران محمد شاھ، قاضي عبدالمجيد عابد، شيخ اياز، غلام رباني آگري، تنوير عباسي، آغا سليم، ماهتاب محبوب، الطاف شيخ، عنايت بلوچ، هدايت پريم، خيرالنساء جعفري، فقير محمد لاشاري، طارق عالم ابڙي، اشتياق انصاري، حسن مجتبيٰ ۽ عبدالحئي پليجي جا مختلف ملڪن جي لکيل سفرنامن مان مرتب چوند حصا هڪ جدا ڪتابي صورت ۾ سهيڙيا آهن.

هن ڪتاب جو مهاڳ نصير مرزا پاڻ لکيو آهي، جڏهن تہ سنڌيءَ ٻوليءَ جي سفرنامن جي اوسر بابت وليرام ولڀ جو تفصيلي مضمون بہ ڏنو ويو آهي.

270 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي پڪي جلد سان هن ڪتاب کي عبرت بڪ ڪلب 1994ع ۾ شايع ڪرايو آهي، جنهن جي قيمت 50 روپيا آهي.

**ڌرتي سَرتي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي ناليواري عوامي شاعر استاد بخاريءَ جي شاعريءَ تي مشتمل آهي، جنهن ۾ نظم ۽ نثري نظم شامل آهن.




هن ڪتاب ۾ استاد بخاريءَ جا اهي نظم بہ ڏنا ويا آهن، جن عوام ۾ ڪافي مقبوليت ماڻي آهي ۽ سنڌ ۾ عام پروگرامن ۾ پڙهيا وڃن ٿا. هن ڪتاب ۾ 'جي لڪٽو ٿئي لکي وٽ'، 'دادو مورو پل'، 'اها ڪا نئين ڳالھ ناهي'، 'حوصلو حوصلو'، 'هي ديس جو دودو ٿيندو'، 'او بابا او بابا'، 'ڌرتي ڏيءُ'، 'ننڍڙڪو لاش'، 'پڙهون ٿا لکون ٿا' سميت ٻيا ڪيترا مشهور نظم ۽ انگريزن هٿان شهيد ٿيل تاريخي ڪردار روپلي ڪولهي، گهاٽي ۾ حق سچ لاءِ پيسجندڙ مخدوم بلاول ۽ ٻين ڪيترن تاريخي ڪردارن تي شاعري شامل آهي. ڪتاب ۾ 64 نظم ۽ نثري نظم عام فهم ۽ سادي ٻوليءَ ۾ آهن.

ڪتاب جي ارپنا ڌرتي ۽ سرتيءَ جي نالي ڪيل آهي. 190 صفحن تي مشتمل، ڊيمي سائيز جي هن پڪي جلد واري ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي.

هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو جولاءِ 1991ع ۾ ۽ ٻيو ڇاپو نومبر 1997ع ۾ سنڌي ساهت گهر حيدرآباد طرفان ڇپيل آهي.

**ڏرتيءَ ڪان آڪاس تائين** (ڪتاب): هي شعري مجموعو، سنڌ ۾ چاول (1944ع) هند جي مشهور شاعر ڪيمن يُو. مُولاڻيءَ جي غزلن، تيڙن، واين، نظم، گيتن، پنجڪڙن، دوهن ۽ نين



ڪوتائن جو مجموعو آهي. ابتدا ۾ شاعر جي سُڃاڻپ ڏني وئي آهي. ڪتاب جو مهاڳ مشهور شاعر ارجن شاد 'تارا ٻه ٽانڊاڻا' عنوان هيٺ لکيو آهي. هو لکي ٿو ته، "ڪيمن مولاڻي سنڌ شاعر آهي. سندس طنزيه ٻولي، گهٽي نرالي آهي. مانيٽي ٻه، ڏنگينڊڙ ٻه. اڄ جو وقت ٻه ائين آهي، غريبڙو تي هل ۽ اک ۾ سروتو ٻه رک." ڪتاب جو ٻيڪ ٽائيٽل مولچند نهالاڻيءَ لکيو آهي. ڊيمي سائيز جي 108 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب لڪشمي پبليڪيشن، بئراڳڙهه، ڀوپال (انڊيا) پاران 2010ع ۾ ڇپيو آهي ۽ ان جي قيمت 120 روپيا آهي.

**ڏرتي لال ڪنوار** (فلم): هيءَ سنڌي فلم پهرين آگسٽ 1975ع تي رليز ٿي، جنهن جو هدايتڪار اي. ايم. صديقي ۽ پروڊيوسر خليل بڇاڻي هو. جڏهن ته موسيقي غلام نبي ۽ عبداللطيف نالي ٻن ناليوارن موسيقارن ڏني هئي. فلم جي اداڪارن ۾ محبوب عالم ميان، مصطفيٰ قريشي، عشرت چوڌري، اي. آر. بلوچ، ملڪ انوڪو ۽ مشتاق جسڪاڻي شامل هئا. هيءَ فلم عيدالفطر جي موقعي تي تاج محل سئنيما ڪراچي، شهباز سئنيما ٽنڊي الهيار، شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊي آدم ۽ رائل سئنيما لاڙڪاڻي ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

**ڏرتي ماتا** (ڪتاب): هنگلاج ۽ لاهوت جي ڏورانهين سفر ۽ دنيا جي ڌرتي ماتائن تي لکيل هن معلوماتي ڪتاب جو مصنف اشتياق انصاري آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌ جي ٻرن، جهنگلن، چشمن، جبلن ۽ جبلن ۾ لڪيل



مورتين ۽ انهن مورتين سان جڙيل قصن جو ذڪر ڪيو ويو آهي. ان ڪانسواءِ هن ڪتاب ۾ هنگلاج جي ياترين، ديوتائن، ديوين ۽ انهن جي آستانن تي ٿيندڙ ميلن ۽ رسمن جو ذڪر پڻ ٿيل آهي. هن ڪتاب جي مهاڳ ۾ مصنف لکي ٿو ته: سنڌو ماٿري ۽ دنيا جي ٻين هنڌن تان هٿ آيل ڌرتي ماتا جي مورتي تي جڏهن پهريون دفعو غور ڪيو ويو ته ان ننڍين مورتين ۾ پويان وڏي فلاسافي ۽ هڪجهڙائي نظر آئي ۽ موهن جي دڙي جي ڌرتي ماءُ جي مورتيءَ ڪي برازيل، ترڪي يا آسٽريا مان لڌل مورتي سان ملايون ٿا ته اسان ڪي ڌرتيءَ تي انسان جو ڏاڪي به ڏاڪي شعورجڻ جو تسلسل ۽ رابطو نظر اچي ٿو. معلومات جي هن ڪاڻ ڪي ڇئن حصن ۾ ورهايو ويو آهي، جنهن جي پهرين حصي ۾ هنگلاج، سونمياڻي شهر، حب ندي، سناتن ڌرم، دراوڙ قوم ۽ آتما جهڙن موضوعن ڪي ڇنڊيو ويو آهي. هن ڪتاب جي ٻئي حصي ۾ هندو مذهب جي ديوتائن، جن ۾: برهما، وشنو، شِوَ سوريه پنٽ ۽ ان ڪانسواءِ ڌرتيءَ تي رهندڙ انسان مختلف دؤر ڪي پڻ مختصر بيان ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب جي ٽئين ڀاڱي ۾ دنيا جي مشهور ڌرتي ماتائن يعني ديوتائن جو ذڪر پڻ ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب جي آخري ڀاڱي ۾ سنڌ جي قديمي تيرٿ آستانن جو پڻ تفصيلي ذڪر ڪيو ويو آهي، جن ۾ گورکناٿ جو آستان، ڪالي ماتا جو آستان ۽ ميلو، هنگلاج ديويءَ جي پيدائش وغيره شامل آهي. 356 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جو ملهه 200 روپيا ڇاڻايل آهي. هن ڪتاب ڪي سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچيءَ، 2001ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.



**ڏرتي ماءُ** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب 1963ع ۾ ادب جو 'لينن پرائيز' حاصل ڪندڙ مشهور روسي اديب چنگيز اعتماتوف جي ناول جو سنڌي ترجمو آهي. هن ناول جو ترجمو ناميارِي اديب زيب سنڌيءَ ڪيو آهي ۽ ڪتاب جو مهاڳ به زيب سنڌيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز ۾ 144 صفحن واري ڪچي جلد سان، سگنڊ پبليڪيشن، لاڙڪاڻي طرفان ڇپايل هن ڪتاب جي قيمت 12 روپيا آهي.

**ڏرتي ۽ آڪاش** (فلم): هيءَ سنڌي فلم 1972ع ۾ رليز ٿي. هن فلم جي ڪهاڻي نادر بلوچ ۽ مڪالما محمد بخش شوري جا لکيل آهن. جڏهن ته عڪاسي اشتياق احمد ڪئي آهي. فلم 'ڏرتي ۽ آڪاش' جا گانا رونا ليليٰ ۽ عابده پروين جي آواز ۾ رڪارڊ ٿيل آهن، جن جا ٻول شهزادي گلفام ۽ بلاول پرديسيءَ جا لکيل آهن. هن فلم جي موسيقي غلام نبي عبداللطيف ۽ غلام عليءَ ترتيب ڏني آهي. هن فلم جي اداڪارن ۾ وسيم چنگاري، عزيز شيخ، پروين بوبي، ريحانه ممتاز، ابو بلاول، خميسو خان جانوري، رحيم شورو، عبدالحق ابڙو ۽ اي آر بلوچ شامل آهن.

**ڏرم** (گهه): هيءَ هڪ هار جو قسم آهي، جنهن ۾ سونَ يا چانديءَ جا سِڪا پوپل هوندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن عام سِڪا به پوئي هار ناهبو آهي. هي هار خاص ڪري بلوچ قبيلن جي ڇوڪرين جو پسنديده زيور آهي.

**ڏرم اپڪار** (اخبار): هيءَ اخبار 1923ع ڌاري شڪارپور مان جاري ٿي. هي هفتيوار اخبار هوندي هئي، جنهن ۾ اڪثر سماجي مضمون ڇپبا هئا. اخبار جا ايڊيٽر ڪشن پاڻيا ۽ هربرام پٽ هئا. هيءَ اخبار ٻن سالن تائين جاري رهي.

**ڏرم اپڪار اميچوئر ڊرامئٽڪ سوسائٽي**: هيءَ ڊرامئٽڪ سوسائٽي ديوان ٺاڪرداس ناگراڻيءَ شڪارپور ۾ برپا ڪئي هئي، جنهن جو پهريون صدر ديوان ٺاڪر داس پاڻ ئي ٿيو. جيڪو پنهنجي وقت جو جج ۽ مشهور اداڪار هو هن ڊراماٽڪ سوسائٽيءَ جو جنرل سيڪريٽري مهراج بنسي رام هو هن سوسائٽيءَ بهترين ڊرامن پيش ڪرڻ سان وڏي مشهوري ماڻي. هن ڊرامئٽڪ سوسائٽيءَ جي مکيه قلمڪارن ۾ ديوان ٺاڪرداس، آغا غلام نبي المعروف 'آغا صوفي' ۽ مهراج تيجياڻداس هئا. هن سوسائٽيءَ جي برپا ٿيڻ بابت پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ پنهنجي ڪتاب 'سنڌي

نٽر جي تاريخ' ۾ لکيو آهي ته هيءَ سوسائٽي 1897ع ۾ برپا ٿي ۽ سوسائٽي باقاعدي رجسٽر ٿيل هئي.

هن سوسائٽيءَ جي جهوني اداڪار استاد هادي بخش ابڙي جو چوڻ آهي ته سوسائٽي 95-1895ع ۾ برپا ٿي ۽ 1897ع ۾ رجسٽر ٿي هئي. هن سوسائٽيءَ کي ترقي وٺرائڻ جي مد ۾ ان وقت شڪارپور جي هندو توڙي مسلمان سنڌي ڪامورن وڏي دلچسپيءَ ورتي هئي. هن سوسائٽيءَ ٿوري ئي عرصي ۾ غير معمولي شهرت حاصل ڪري ورتي. هر مهيني چنڊ جي پهرئين آچرتي سوسائٽيءَ پاران ڪو نه ڪو پروگرام پيش ڪيو ويندو هو. هن سوسائٽيءَ ذريعي پهريون ناٽڪ 'شڪنتلا دشينت' سکر ۽ شڪارپور ۾ ڏيکاريو ويو، جيڪو گاگن سنگهه آتما سنگهه آڏواڻيءَ جو لکيل هو. اهو ناٽڪ اڳتي هلي 1898ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. ان کانپوءِ هن ناٽڪ منڊليءَ تان رامسنگهه جو پنگتي ناٽڪ 'موهن نارڪا' پيش ڪيو، جنهن ۾ نجوسنگهه، ڪيولرام جماڻي ۽ ٻين اداڪاري ڪئي. مهراج تيجپانداس هن منڊليءَ جو قابل هدايتڪار، فنڪار ۽ مزاحيه اداڪار ليکيو ويندو هو. 1899ع ڌاري هن ناٽڪ منڊليءَ تان هرشچندر، شڪنتلا، چندرا ولي، تريا چلتر، بلوا منگل، سورداس، سفيد خون، محبت ڪا ڦول، جلاد عاشق، درد جگر، نيڪ پروين نالي ڊراما پيش ٿيا هئا. هن ناٽڪ جي نوجوان اداڪارن ۾ جيئانند ناگراڻي (نائڪ)، پرسرام بولاخاني (نائڪا) ۽ هرو مل مدناڻي (لُچ) وغيره هئا.

1964ع ڌاري هن ناٽڪ منڊليءَ تان آخري ڊرامو 'هير رانجهو' پيش ٿيو. هيءَ ناٽڪ منڊلي پنهنجا ڊراما شڪارپور کان سواءِ سکر، ڪراچي، حيدرآباد، چمن، ڪوئٽا وغيره ۾ به پيش ڪرڻ ويندي هئي. هن سوسائٽيءَ کي ٿئيٽر، باغ باغيچا، بيڊمنٽن هال، ٽيبل ٽينس هال وغيره پنهنجا هوندا هئا. هن ناٽڪ منڊلي پنهنجي وقت ۾ سنڌ جي اندر ڊرامن کي هٿي وٺرائيندي ان جي جوڳي خدمت ڪئي. لوڪرام ڏوڊيجا لکي ٿو ته: مهراج پهلاج سورداس جي پارٽ ۾ داس پري ديالا وري ڳائيندو هو ته پاڻ به روئيندو هو ته حاضرين کي به روئاري وجهندو هو. اڄڪلهه هن ناٽڪ منڊليءَ واري هنڌ تي افشان سئنيما قائم آهي.

**ڏرم انتي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب چيتن انتر چندا ڪاشيءَ جو لکيل آهي. هي رائل سائيز ڪتاب 22 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي قيمت 1 آنو آهي. جهٽمل ميوارام نوتائي، پائيبند پرنٽنگ پريس حيدرآباد مان 1929ع ۾ ڇپايو.

**ڏرم تتو** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ليکڪ پرمانند جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ 140 صفحا آهن ۽ هن جي قيمت هڪ آنو آهي. ڇاپو پهريون ليکڪ سنڌ پرنٽنگ پريس شڪارپور مان 1939ع ۾ ڇپايو.

**ڏرمپال اگروال:** آثار قديمه جي هن ماهر جو شمار هندستان جي نامور محققن ۾ ٿئي ٿو. سندس جنم 15 مارچ 1933ع تي هندستان جي ننڍڙي علائقي 'المورا' ۾ ٿيو. ابتدائي تعليم مڪمل ڪرڻ بعد سائنس جي شعبي ۾ بيچلر جو امتحان پاس ڪيائين. جنهن بعد آثار قديمه جي شعبي مان ايم. اي ۽ بعد ۾ پي. ايڇ. ڊي ڪيائين. ننڍي کنڊ جي اترين علائقن ۾ موجود ڌاتوئي دور (Bronze Age) جا مليل قديم آثار ۽ قديم دؤر ۾ ڌاتوگري (Archaeometallurgy) جو فن، قديم آثارن متعلق فلسفاڻو علم (Philosophical Archaeology) پٿر جي دؤر جي آبهوا ۽ ماحول بابت کوجنا، ثقافتي ورثي جي سرشتي ۽ قديم آثارن جي تاريخن جو تعين ڪرڻ سندس خاص موضوع رهيا آهن. هن قديم آثارن جي نظريي، تاريخ بابت محققن جي عمومي خيالن ۽ ثقافتي ڄاڻ جي سرشتي متعلق سوين تحقيقي ڪالم لکيا، جيڪي مختلف وقتن قومي توڙي بين الاقوامي رسالن ۽ تحقيقي جرنلن ۾ شايع ٿيندا رهيا آهن. هن سنڌو تهذيب ۾ ڌاتوگيريءَ جي فن کي اجاگر ڪندي سنڌو تهذيب جي ڌاتوگيريءَ بابت ڪيئي ليک لکيا، جن ۾ هن ڄاڻايو ته سنڌو تهذيب جا وارث نه رڳو فڪري لحاظ کان پر فني لحاظ کان به شاهوڪار هئا. ڌرمپال پنهنجي عملي زندگيءَ جو آغاز 1958ع ڌاري هندستاني آثار قديمه جي تحقيق واري اداري ۾ اسسٽنٽ طور ڪيو جتي هن 1960ع تائين پنهنجا فرض سرانجام ڏنا. 1960ع کان 1962ع تائين نئين دهليءَ ۾ قائم آثار قديمه جي اسڪول مان تربيت ورتائين. 1962ع کان 1972ع تائين بمبئيءَ ۾ قائم تحقيقي اداري 'Tata Institute of Fundamental Research' ۾ ايسوسيئيٽ پروفيسر مقرر ٿيو. 1972ع کان وٺي 1993ع تائين هندستان جي شهر احمدآباد ۾ فزيڪل ريسرچ ليبارٽريءَ جو ايسوسيئيٽ پروفيسر، پروفيسر، سينيئر پروفيسر ۽ سربراهه ٿي رهيو.



1976ع ۾ راجستان جي قديم پٿر جي دور جي اوائلي آبهوا ۽ آڳاٽي تاريخ تي کوجنا جي حوالي سان هڪ اهم رٿا موجب اعليٰ عهديدار جي سهڪاريءَ طور 1982ع تائين مصروف عمل رهيو. 1979ع کان 1991ع جي وچ واري عرصي ۾ D.S.T جي رٿا 'High Resolution Proxy Climatic Data from Kashmir' متعلق تحقيقي ڪم جي سربراهه طور 1993ع کان 1996ع تائين قومي تحقيقي اداري ICHR جو سهڪاري، جڏهن ته 1996ع کان 1999ع تائين INSA اداري جي هڪ رٿا تحت فيلو جي حيثيت سان ڪم ڪيائين. ڌرمپال اگروال مختلف قومي توڙي بين الاقوامي ادارن جو ميمبر، تحقيقي رسالن جو ايڊيٽر ۽ سربراهه پڻ رهيو آهي، جن ۾ لنڊن ۾ قائم عالمي آثارِ قديمه جي اداري جي صلاحڪاري بورڊ جو ميمبر، پئرس ۾ قائم قديم بشرياتي علم جي اداري ۾ صلاحڪاري بورڊ جو ميمبر، حيدرآباد دکن مان جاري ٿيندڙ تحقيقي جرنل 'Archaeological Chemistry' جو صلاحڪار، رسالي Man and Environment جو ايڊيٽر، لوئيس (Loess) جي بين الاقوامي ڪميشن جو ميمبر، پٿر جي دور جي بشرياتي علم ۽ آڳاٽي تاريخ بابت قائم بين الاقوامي ڪميشن جو ميمبر، INSA پاران سائنس جي قدامت ۽ تاريخ جي حوالي سان قائم ڪميشن جو ميمبر ۽ ساڳيءَ ڪميشن ۾ (Ancient Period Panel) جو سربراهه ٿي رهيو. هي 1975ع ۾ آمريڪا جي هڪ

تحقيقي اداري 'سمٿ سونين' (Smith Sonian) جو سهڪاري؛ 1988ع ڌاري پينسلوينيا يونيورسٽيءَ ۾ ڏهن مهينن لاءِ اعزازي پروفيسر ۽ 1998ع کان 1999ع دوران جپان جي بين الاقوامي تحقيقي توڙي تعليمي اداري 'ڪيوٽو' (Kyoto) ۾ هڪ سال جي عرصي تائين اعزازي پروفيسر جي حيثيت ۾ خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو. هن قديم آثارن جي تحقيق سان گڏ تعليمي سرگرمين ۾ ڀرپور حصو ورتو. ان حوالي سان سندس هندستان ۽ دنيا جي ٻين ملڪن ۾ ڏنل ليڪچرَ اهميت جا حامل آهن. سندس تحقيقي ڪم جي حوالي سان ڪتابن جي هڪ ڊگهي فهرست ڇپيل ۽ اڻ ڇپيل صورت ۾ موجود آهي. سندس شايع ٿيل ڪتابن جو وچور هن ريت آهي:

- The Copper Bronze Age in India (1971).
- (2) Radiocorbon and Indian Archaeology Bombay with A. Ghosh (1973).
- Prehistoric Chronology and Radiocarbon Dating in India. New Dehli, Mushiram Manoharld with S. Kusumgar (1974).
- Protohistoric Archaeology of India (Hindi), Lucknow: U.P Granth Akademi: with P.L. Agarwat (1975).
- Ecology and Archaeology of Western India, New Delhi, Concept Publishers with B. M Pande (1977).
- Essays in Indian Protohistory, New Dehli, B.R Publishers, with Dilip Chakrabarti (1978).
- The Archaeology of India, London, Curzon Press (1981).
- Climate and Geology of Kashmir and Central India, The Last 4 Million Years. New Delhi, (1985).
- Palacoclimatic and Palaeo envirnmental Charges in Asia. New Delhi, Indian National Science Academy, with S.K. Gupta and P.Sharma (1988).
- Man and Environment in India through ages. New Delhi, Books and Books Publication (1992).
- Dating the human Past, Poona with M.G Vadava (1995).
- Central Himalyas, an Archaelogical, Linguistics and Cultural Synthesis. Delhi (1998).
- Ancient Metal Technology & Archaeology of South Asia. Delhi, Aryan Book International.
- The Concepts of Time and Cultural Conditioning (1999).

**ڌرم پرڪاش** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ڪرم وير ڪندناڻيءَ جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ 94 صفحا آهن ۽ هن جي قيمت ٻه آنا آهي. هيءُ ڪتاب ليڪ ڪوهنور پرنٽنگ پريس حيدرآباد مان 1939ع ۾ ڇپايو.

**ڌرم جا پيارا** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب تارا چند ڏيٽومل گاجرا جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ 38 صفحا ۽ قيمت هڪ آنو آهي. ڪتاب جو پهريون ڇاپو هري سندر ساهتيه منڊل، ديري پرنٽنگ پريس شڪارپور مان 1931ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

**ڌرم سکي** (ڪتاب): هيءُ ڪتابڙو اندر ديو روچيرام شرما جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ 23 صفحا آهن ۽ هن جي قيمت 6 پئسا آهي. آريه ٻالڪ منڊل- امر پريس سکر مان ڇپايو.

**ڌرم شاستر**: ڌرم شاستر جي حيثيت شخصي قانون واري آهي. هن قانون جو استعمال هر انهيءَ شخص تي ٿئي ٿو جيڪو هندومت سان واڳيل هجي. ڌرم شاستر عام طور انهن حڪمن جي مجموعي ڪي سمجهيو وڃي ٿو جيڪو سنسڪرتي ڪتابن ۾ موجود آهي. هي اهڙا ڪتاب آهن، جيڪي هندن جي زندگيءَ کي منظم ڪرڻ ۾ حڪم جو درجو رکن ٿا. انهن ڪتابن ۾ نياپا، وشيشڪ، سانکيه يوگا، پورو ميمانسا ۽ ويرانتا يا اترميمانسا، جن ۾ چار ويد، ڇهه اپنشد ۽ ارڙهن پراڻ شامل آهن.

**ڌرم شاستر منو سمرتي** (ڪتاب): هي ڪتاب منو مهراج جو لکيل آهي. هن رائل سائيز ڪتاب ۾ 593 صفحا آهن ۽ هن جي قيمت 1 روپيو آهي. هيءُ ڪتاب پوڪرداس ٽانورداس لڪشمي پريس شڪارپور مان 1912ع ۾ ڇپايو.

**ڌرمشالا**: هندو ڌرم سان واسطيدار ماڻهو ڌرمي ۽ خيراتي سرگرمين لاءِ مسافر خانا ۽ سرائون ٺهرائيندا هئا، جن کي 'ڌرمشالائون' چيو ويندو آهي. سنڌ ۾ ڌرمشالائن جو تصور تمام آڳاٽو تو ڏسجي. اڳي واپاري ماڻهوَئن، گهوڙن، خچرن ۽ ٻيڙن وغيره ذريعي هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ سفر ڪندي مسافريءَ دوران رستن تي ڌرمشالائن ۾ راتيون رهندا هئا. جتي رهائش سان گڏ کاڌ خوراڪ ۽ عبادت جو بندوبست به هوندو هو. انن، گهوڙن ۽ خچرن لاءِ الڳ بندوبست هوندو هو. ڌرمشالائن کي 'قافلا سراءِ' به چيو ويندو هو. ڌرمشالائن ۾ ماڻهو فقط هڪ رات لاءِ رهندا هئا.

سنڌ ۾ جتي جتي هندو رهائش پذير هئا، انهن اُتي ڌرمشالائون قائم ڪرايون، جن ۾ گهڻائي شڪارپور جي ڌرمشالائن جي هئي. شڪارپور ۾ بابا گرداس صاحب جي دربار کي ڌرمشالا چيو وڃي ٿو.

ڪراچيءَ ۾ سنڌ مدرسي اسڪول واري موجوده جاءِ تي هڪ اهڙوئي پراڻي قافلا سراءِ هوندي هئي، جيڪا انگريزن جي شروعاتي دور تائين قائم هئي، بعد ۾ شهر جي وڌڻ ۽ هوٽلن قائم ٿيڻ ڪانپوءِ ان تي قبضو ڪيو ويو. ڪراچيءَ جو لانڍيءَ وارو علائقو به هڪ قافلي سراءِ جي ڪري مشهور هو. ڪراچيءَ جي بندر روڊ تي مولوي موليڏني جو مسافرخانو مشهور هو، جيڪو هن 1878ع ۾ قائم ڪيو هو، اها عمارت اڳ ۾ ڌرمشالا هئي. ورهاڱي ڪانپوءِ هندستان کان آيل ماڻهن ڌرمشالائن تي قبضا ڪري پنهنجي رهائش لاءِ استعمال ڪيو. ورهاڱي کان اڳ ڪراچيءَ ۾ هندن جون ٻيون به ڪيتريون ئي ڌرمشالائون هونديون هيون، جن ۾: شڪارپوري ڌرمشالا، گجراتي ڌرمشالا، ليما مارڪيٽ ڌرمشالا، ڀاٽيا ڌرمشالا، لوهاڻو ڌرمشالا، ڀاڳناڙي ڌرمشالا، مهاراشٽر ڌرمشالا، سنڌي گرامي ڌرمشالا، ساڌو هيرانند ڌرمشالا، مارواڙي ڌرمشالا، چيلارام ڌرمشالا وغيره شامل آهن.

لکي شاهه صدر اسٽيشن جي سامهون هڪ ڌرمشالا جا ڪنڊر اڃا تائين موجود آهن، جتي مسافر ماڻهو ترسي، آرام ڪري لکيءَ جي گرم چشمن ڏانهن ويندا هئا؛ دادو ضلعي جي خدا آباد ۾ هڪ ڌرمشالا جا نشان اڃا تائين موجود آهن؛ سکر ۾ به ڪافي ڌرمشالائون هونديون هيون، جن مان

ڪن جا نشان اڃا موجود آهن: ڏيپارجا، تعلقي موري ۾ سرڳواسي قيمتراءِ بچومل ببلاڻيءَ جي ياد ۾ سندس ڌرم پتنيءَ شريمتي ميناڻ ٺهرايو. 23 ڊسمبر 1944ع ۾ هڪ ڌرمشالا ٺهرائي هئي، جنهن لاءِ چيو ويجي ٿو ته ٻاهران جيڪي هندو مهمان ايندا هئا، اُهي هن ڌرم شالا ۾ ترسندا هئا. ورهاڱي بعد هن ڌرمشالا جا سنڀاليندڙ هندستان هليا ويا ۽ هيءَ عمارت ويران ٿي وئي، جنهن کي حڪومت قبضي ۾ آڻي ڏيپارجا جو بنيادي صحت مرڪز بڻايو. ڪافي سال هيءَ جاءِ اسپتال رهي، جڏهن ڏيپارجا ۾ 1988ع ۾ سرڪاري، اسپتال نهي تيار ٿي ته هن جاءِ کي خالي ڪيو ويو. سنڀال نه ٿيڻ ۽ برساتن سبب هيءَ عمارت هنڌان هنڌان ڇڄي پئي آهي. ان کان سواءِ حيدرآباد، لاڙڪاڻي، هالا، مٽياريءَ، ڪنڊ، مياڻيءَ ۽ ڪوٽڙيءَ ۾ به ڪيترئي ئي ڌرمشالائون هيون، جيڪي وقت گذرڻ سان گڏ ختم ٿي ويون.

**ڌرم ڪمار تولاڻي:** مشهور اداڪار، هدايتڪار، ڳائڪ ۽ شاعر ڌرم ڪمار تولاڻي 26 نومبر 1919ع تي ٽنڊي آدم، سنڌ ۾ جنم ورتو. ستن سنڌي فلمن: ’اباڻا‘، ’انصاف ڪٿي آ‘، ’جهولي لعل‘، ’لاڏلي‘ ۽ ’اڃا ته مان ننڍڙي آهيان‘ ۽ ٻين ۾ اداڪاري ۽ هدايتڪاري ڪيائين.



’انصاف ڪٿي آ‘ فلم جو ليکڪ ۽ هدايتڪار آهي. ’روڊ نمبر 303‘، ’چلي هين سُسرال‘، ’قانون اور مجرم‘ جو ليکڪ ۽ هدايتڪار به رهيو آهي، جڏهن ته ’مين اور ميرا ڀائي‘ ۽ ’سن آف حاطم طائي‘ وغيره ۾ هدايتڪار طور ڪم ڪيو اٿس. سندس بيتن ۽ گيتن تي مشتمل ڪتاب 1956ع ۾ شايع ٿي چڪو آهي. ورهاڱي بعد 1948ع ۾ مڪتي ماهوار مئگزين ۽ پوءِ هفتيوار ’سنڌي سنسار‘ شايع ڪيائين. ديپڪ آشا، ميوزيڪل پارٽي نالي ادارو قائم ڪرڻ سان گڏ ڪيترين ئي ڪئمپن ۾ وچي سنگيت پروگرامن معرفت ايڪتا جو آواز بلند ڪيائين.

**ڌرم ڪيتر (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب ميلارام منگترام واسواڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب ۾ 36 صفحا آهن ۽ هن جي قيمت ٽي آنا آهي. هيءُ ڪتاب ٺهلارام لوڪومل پنواڻيءَ، نئشنل پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان ڇپايو.

**ڌرمو رام:** سنت سائين ڌرمو رام ولد شولداس اوڻيهين صديءَ ڌاري ڪمال ديري، ضلعي نوشهري فيروز ۾ جنم ورتو. هي پنهنجي پيءُ جو ڇوٽون نمبر پٽ هو. ننڍي هوندي پٽن جي ڳوٺ ۾ دڪان هلائيندو هو. هو گهوڙي تي چانور کڻي ڪمال ديري ايندو هو. روايت آهي ته: ”هڪ ڀيري گهوڙي کي سامان سوڌو جهنگ ۾ ڇڏي، سائين مرچو رام وٽ اچي نڪتو. هن سندس شيوا ڪئي. شيوا ڪندي مالڪ حقيقيءَ جو رنگ پسڻ لاءِ مراقبا ڪرڻ لڳو. ڪجهه عرصي ڪانپوءِ مائٽ کيس ڳوٺ وٺي آيا، جتي سندس دل نه لڳي ۽ هو بيمار ٿي پيو. سندس پيءُ ٻاس باسي ته ڌرمومل چاڪ ٿيندو ته کيس پيلاڻي درگاهه تي ڇڏي ايندو. ڌرمومل چاق ٿيو ته پيءُ کيس پيلاڻي درگاهه تي ڇڏي آيو. پر اتي به سندس دل ڪانه لڳي ۽ هو وري مرچو رام وٽ شاهپور ٺلهي تي آيو جتي مرچو رام جي صحبت ۾ حقيقي رمز ورتائين.“

**ڌرم وير (اخبار):** هيءَ اخبار 30 مارچ 1921ع ڌاري سوامي امرداس نالي، ٻائي جي ادارت ۾ پڌري ٿي. چوئترام لالواڻي به هن اخبار جو ايڊيٽر رهيو هي اخبار سوامي هرنامداس اُداسيءَ جي يادگيري ۾ جاري ڪئي وئي هئي. 1921ع کان 1924ع تائين، گرمکي، انگريزي ۽ سنڌيءَ ۾ ڇپبي هئي. بعد ۾ اخبار ماهوار رسالي جي صورت ۾ رڳو سنڌيءَ ۾ شايع ٿيندي رهي. ’ڌرم وير‘ امر پريس، سکر ۾ ڇپبي هئي. 1927ع کان ’ڌرم وير‘ رسالي ۾ انگريزي زبان ۾ به ڪالم درج ڪيا ويا. ڌرم وير ۾ اختلافي مواد شايع ٿيڻ ڪري 1936ع ۾ هندو ليگ گزيٽ پاران هن اخبار خلاف بدناموسيءَ جو ڪيس داخل ڪيو ويو.

**ڌرو ڀڳت (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب پيرومل مهرچند آڏواڻيءَ جو لکيل آهي. هن ڊيمي سائيز ڪتاب ۾ 124 صفحا آهن. هن ڪتاب جو ڇاپو ڀهريون، پريميئر پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1919ع ۾ شايع ٿيو.

**ڌرپد** (Dhrupad): هندستان جي ڪلاسيڪي موسيقيءَ جي سڀ کان پراڻي صورت کي ’ڌرپد‘ چئبو آهي. اصل ۾ ڌرپد، ڌرو و پاد گڏ ڪريا باسي مان ڪنيو ويو آهي. ڌرپد مودل (Modal) راڳ تي مبني آهي، جنهن ۾ گيت جي هوندي آهي ۽ آهنگ وارا کي به حصا نه هوندا آهن. جڏهن مسلمان هندستان ۾ رهائش پذير ٿيا ته هندن ۾ ڌروپد ڇند، ڪبت ۽ دوهن ڳائڻ جو رواج هو. اهي صنفون ڳائڪيءَ يا ڳاني ۾ موزون ڪلام کي داخل ڪرڻ لاءِ صورت پذير ٿيون، يعني موزون ڪلام کي هڪ صورت ڏيڻ لاءِ اهي صنفون ڳائڪيءَ جي روپ ۾ آيون. راجا مانسنگهه گواليارءَ جي درٻاري ڳائڪن بخشي ۽ مَڇوءَ، ڌرو ۽ پد کي ملائي ڳائڻ شروع ڪيو. جنهن سان ڌروپد جي ڳائڪي شروع ٿي. ڌر جي معنيٰ بيٺل يا رُڪيل آهي. جڏهن ته پد معنيٰ لفظ آهي. ڌرپد جي مزاج ۾ ٺهراءُ (روڪيل هجڻ) ۽ دٻدٻو آهي. هن جا چار حصا هوندا آهن. استائي، انترو سنچراري ۽ ابوگ. جڏهن ته مسلمان ڳائڪن هن کي ڇهن حصن ۾ ورهايو يعني آلاپ، استائي، انترو ۽ ترانو. آلاپ کي ايراني موسيقيءَ ۾ اهم سمجهيو ويندو آهي، هن کي ’ادا‘ يا ’پيش رو‘ چيو ويندو آهي. واضح آلاپ، ڌرپد کي ٻين نمونن کان جدا ڪندو آهي، آهستي آهستي تال تيز ٿيندا ويندا آهن. ڌرپد ۾ طبلي/ ڍولڪ جي جاءِ تي پکاوج استعمال ٿيندي آهي. شهنشاهه اڪبر جي درٻاري ۽ تاريخدان ابوالفضل ’آئين اڪبريءَ‘ ۾ ڌرپد متعلق تفصيل سان بيان ڪيو آهي. آئين اڪبريءَ ۾ ابوالفضل گهٽ ۾ گهٽ چاليهن اهڙن ڳائڪن جو ذڪر ڪيو آهي، جن ۾ ايرانين ۽ تورانين جي اڪثريت آهي، اڪبري درٻار جي مشهور ڳائڪ ترلوچن داس يعني ’تان سين‘، متر ۾ سوامي هرداس کان سنگيت سکيو. سوامي هرداس ۽ تان سين ڌرپد جو گهڻو رواج وڌو.

سوامي هري داس ڌرپد جو بهترين ۽ سٺو ڳائڪ هو. اڄ به سندس ڳايل ڌرپد سموري دنيا ۾ مشهور آهن. مغليه سلطنت جي آخري زماني ۾ تان سين جا پيروڪار ٻن گروهن ۾ ورهائجي ويا، هڪڙا بين ڪار ۽ ٻيا رٻابي پيروڪار، جن کي ’سينا‘ به چئبو هو. تن ڌرپد جي ڳائڪي اختيار ڪئي ۽ ان کي ترقي به ڏياري، پر آهستي آهستي خيال جي ڳائڪي انهن تي غالب اچي وئي. ’ياتڪنڊي‘ پنهنجي موسيقيءَ تي لکيل ڪتاب ۾ ڌرپد راڳ کي سڄي هندستان مان ڪٺو ڪيو ۽ نئين سر ترتيب ڏنو. جيڪو پوءِ

نواب ٺاڪر علي خان ترجمو ڪري ’معارف النغمات‘ جي نالي سان ڇپايو. اهي ڏرپد ۽ ڌمار هن رام پور جي محمد علي خان کان ورتا هئا، جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ اهو تان سين جي اولاد مان هو. ان ڪانسواءِ پٽيالہ کنڊي، رام پور، الور ۽ اندور جي مسلمان استادن کان هزارين ڏرپد ۽ خيال گڏ ڪيا هئا. هن 1906ع ۾ جئپور جي استاد محمد علي خان ۽ استاد عاشق علي خان جون خدمتون حاصل ڪري انهن جا ڳايل چار سؤ ڏرپد ۽ خيال فونوگراف ۾ محفوظ ڪري ڇڏيا. ڏرپد ڳائڻ وارن گائيڪن کي ڪلاونت بہ چئبو آهي.

**ڏڙو:** هن لفظ جو اصل بنياد، سنسڪرت جي لفظ ڌرڻ يعني تور وزن آهي. تورڻ ۾ وڏي وزن جا هڪ ڪان وڌيڪ دفعا، تور يا ماپ يعني 5 سيرن جا 8 ڌڙ، هڪ مڻ جي برابر هوندا آهن. اڄ بہ سنڌ ۾ هن قسم جي تور ٿيندي آهي. بسم الله برڪت (هڪ ڏڙو) ٻہ، ٽي، چار وغيره.

**ڏڙوائي:** قديم سنڌ ۾ اناج وغيره جي ٻڌي يا وڏي تور ڪرڻي هوندي هئي تہ ان لاءِ ’ڏڙوائيءَ‘ کي سڏائبو هو. جيڪو ٻن ڌرين جي تور ڪندو هو. هن لفظ جي معنيٰ خاطري/ يقين هئڻ آهي. ٻئي ڌريون ان ڏڙوائيءَ جي تور کي قبول ڪنديون هيون. يعني ان تي يقين رکنديون هيون.

**ڏُڪڙ (ذات):** هيءَ سومرن ۾ سمن جو هڪ پاڙو آهي. هن ذات وارا اڪثر سنڌ جي اتر واري پاڳي ۾ رهن ٿا. ڏڪڙ سومرا اڪثر ڪري سرائيڪي زبان ڳالهائين ٿا. ڪتاب ’شاهان گوجر‘ ۾ لکيل آهي تہ ڏڪڙ راجا سورج ونسيءَ جو اولاد، راجپوت آهن.

**ڏُڪڙ (ساز):** ڏسو پکواز، جلد ٽيون.

**ڏڪڙي:** هيءَ گاهہ ڍامڻ ڪان بہ طاقت وارو گاهہ آهي. چوپايي مال جي لاءِ خاص چارو آهي. هن جو پن لوسڻ گاهہ جي پنن جهڙو ٿئي ٿو.

**ڏُڪو:** هيءَ سادو هٿيار آهي، جيڪو اصل ۾ ننڍو پر زبري لٺ هوندو آهي. قديم يونان جو مشهور پهلوان هرڪيولس پاڻ سان ڏُڪو کڻندو هو. جنهن کي گرز بہ چوندا هئا. اڄ بہ ٻهراڙيءَ جا ماڻهو اڪثر لٺيون ۽ ڏُڪا ڪم آڻيندا آهن. پئسفڪ وڏي سمنڊ جي ٻيٽن تي رهندڙ ماڻهو لهيريءَ جي ڳري ڪاٺيءَ جون لٺيون ڪٺندا هئا، جن تي اڪر جو ڪم ٿيل هوندو هو. ڪي لٺيون ڏکن هئڻ لاءِ ۽ ڪي اچلائي هئڻ لاءِ هونديون آهن. ڏکڻ آفريڪا جا ماڻهو لوهہ جون لٺيون ڪم آڻيندا هئا. لٺ جي منڍي ۾ ٽُنگ ڪري ان ۾ ڏاڳو وجهي چيلهہ سان ٻڌي ڇڏيندا هئا ۽ اڪثر ٻهرئين ڏ ک سان دشمن کي ماري وجهندا هئا. سنڌ ۾ بہ پٽن واريون لٺيون اڄ بہ ٻهراڙيءَ ۾ ڪي ماڻهو هٿيار طور ڪٺندا آهن. ’لٺ ڏڪو‘ ۽ ’لٺ باٺو‘ اصطلاح سنڌي ۾ عام آهن.

**ڏڳ (ديهہ):** ضلعي قمبر شهدادڪوٽ جي تعلقي شهداد ڪوٽ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

قادر بخش لانگاهہ، غلام مصطفيٰ ڏهر، محمد علي ڪوسو، گل محمد لانگاهہ ۽ فتح محمد بروهي.

**ڏڳاٽو** [1] **(ديهہ):** هيءَ ديهہ، تعلقي ننگرپارڪر، ضلعي ٿرپارڪر ۾ واقع آهي. هن ديهہ ۾ ڏڳاٽو وستي جو وانديو، آسالڙي ۽ ٻيا ڳوٺ آباد آهن.

**ڏڳاٽو** [2] **(ڳوٺ):** پارڪر جو هڪ قديم ڳوٺ آهي، جيڪو ننگرپارڪر شهر کان اوڀر طرف ڪارونجهر جي هڪ ٽڪريءَ جي اوير پاسي واقع آهي. هن ڳوٺ جو نالو ڏينگي ڪُڙهيءَ جي نالي سان منسوب آهي. ڏڳاٽي ۾ گرينائيٽ سان گڏ اڇي مٽي (China Clay) وڏي تعداد ۾ آهي. هن ڳوٺ جي اولهہ ۾ اڇي مٽيءَ جو ڪارخانو بہ آهي. ڏڳاٽي ۽ ڀرپاسي جي ڳوٺن جي آبادي برساتن کان سواءِ ڪارونجهر جبل مان وهي آيل نئين گوڙدرو ۽ پٽيابيءَ جي پاڻيءَ تي بہ ٽڪي ٿي. هن ڳوٺ ۾ 1971ع کان پرائمري اسڪول هلندڙ آهي. ڏڳاٽي ۾ قديم دؤر جا ڏهرا بہ مشهور آهن، جن مان ڪيتريال جو ڏهرو اڄ بہ سالم حالت ۾ موجود آهي، جتي هر سال بہ ڀيرا پوڄا ٿيندي آهي.

**ڏڳاٽو جتوئي:** ڏڳاٽو جتوئي ڪلهوڙن جي فوجي جرنلن مان هڪ هو. مياں سرفراز خان ڪلهوڙي ڪانپوءِ هي ميان عبدالنبي جو خاص خدمتگار ٿيو. چالڪ جي پل واري لڙائيءَ ۾ ميان عبدالنبي، مهراب جتوئي، ڏڳاٽي جتوئي ۽ ٻين کي شامل ڪيو. هالاڻيءَ جي ٻهرين جنگ ۾ جڏهن مير عبدالله قتل ٿي ويو تہ ميان عبدالنبي، ڏڳاٽي جتوئيءَ کي فوج جو مختيارِ ڪُل بڻايو ۽ ڪيس لاڪات جي جاگير ڏني، جنهن جي آمدني ٽن چئن لکن کان گهٽ نہ هئي. انهيءَ جنگ ۾ مير فتح علي خان، ڏڳاٽي کي شڪست ڏني، ان دوران ڏڳاٽي خان کي پنهنجا ساٿي ميدان ۾ ڇڏي ڀڄي ويا. هالاڻيءَ جي جنگ کانپوءِ تاجو جتوئي ۽ ڏڳاٽو خان جتوئي، مير فتح علي خان ٽالپر وٽ اچي پيش پيا ۽ پنهنجي جاگير لاڪاڻ ۾ ميرن جا خدمتگار ٿي رهڻ لڳا. ان کانپوءِ ڏڳاٽو جتوئي هميشہ ٽالپرن جو وفادار ٿي رهڻ لڳو.

**ڏماچ (ذات):** سنڌ جي هڪ ذات. هي اصل ۾ سما آهن. هنن لاءِ مشهور آهي تہ ڏماچ، سنيو، ناريجو، ڪجيجو، ڪوريجو، ساڳڙ ۽ پنيرو پاڻ ۾ ڀائر هئا. هڪ ٻئي حوالي موجب ڏماچ، پان فقيرن جو بہ پاڙو آهن، جيڪي ٿرپارڪر ۾ رهن ٿا.

**ڏماچاٽي:** تعلقي هالا، ضلعي مٽياريءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

موري منگر، ڏماچ ڳوٺ، موري، حاجي راول ڀهوڙ، قبول خاصخيلي، مبين ٽيبو، مريد علي ڳوٺ، فقيرن جو ڳوٺ، جلباڻي ڳوٺ، حافظ ابڙو ڳوٺ، هوندل ٽيبو، باگو بيراڻو ۽ پرهياڙ.

**ڏمال:** هڪ قسم جو ناچ، جيڪو سنڌ جي مختلف درگاهن تي ايامن کان هڪ رسم طور ٿيندو آهي. وجد، مستيءَ ۽ مدهوشيءَ جي عالم ۾ هيءَ



ناچ بي ترتيبيءَ سان ڪيو ويندو آهي. هن ناچ سان سنگت ۾ گهڻو ڪري ’نغارو‘ وڄايو ويندو آهي، پر مگڻهار دهل تي ’ڌمال‘ جي خاص وڄت بہ

وڄائيندا آهن، جنهن تي هي ناچ ٿيندو آهي. ڌمال لفظ اصل ۾ ’ڌمار‘ آهي، ’ڌمار‘ هڪ ٻٽو ڍُهل هوندو هو. جيڪو ڏيڳي تي رکي شهزادن جي آمد يا روانگيءَ وقت يا شهزادن جي حضور ۾ وڄايو ويندو هو. ’ڌمار‘ جو واسطو گهڻو ڪري ’شِو ديوتا‘ سان هو. شِوَجي ’ڌمار‘ جي شڪل ’ڍهلڙيءَ‘ جهڙي هوندي هئي. قلندر شهباز جي درگاهه تي وڄندڙ ڌمال جو مقصد به ساڳيو آهي. ڌمال ’جو مقصد ’وڄت‘ آهي، جيڪا پيرين تي ڏونڪن هڻڻ سان ٿيندي آهي ۽ ماڻهو مست ٿي نچندا آهن. قلندر لعل شهباز جي درگاهه تي هر روز سانجهيءَ ويل ڌمال لڳندي آهي. ان ڪانسواءِ ٻين ڪيترين درگاهن تي به ڌمال ٿيندي آهي، پر قلندر شهباز جي مزار تي ٿيندڙ ڌمال ڪي تاريخي پسمنظر آهي.

**ڌمپد** (Dhampada: ڪتاب): هيءَ ٻڌمت جو مقدس ڪتاب آهي، جيڪو مهاتما گوتم ٻڌ جي تعليمات (چوٽين ۽ سمجهاڻين) تي مشتمل آهي. ٻڌ ڌرم جي عالمن جي دعويٰ آهي ته زندگيءَ جي اڪثر معاملن جو هن ڪتاب ۾ ذڪر آهي. گوتم ٻڌ انسان ذات جي رهنمائيءَ لاءِ هر موضوع تي ڳالهايو ۽ ان بابت سليس ٻوليءَ ۾ سمجهايو آهي. ڪتاب ابتدا ۾ پالي زبان ۾ لکيو ويو ۽ پوءِ مقامي پراڪرت ۾ آندو ويو. هن وقت ’ڌمپد‘ جا ترجما سنڌيءَ سميت دنيا جي ڪيترين ئي ٻولين ۾ ٿي چڪا آهن. ’ڌمپد‘ جو ٻڌ ڌرم ۾ اهوئي مقام آهي، جيڪو هندو ڌرم جي شريمد ڀڳوت گيتا کي حاصل آهي. ٻڌ ڌرم جيئن ته هندو




ڌرم ۾ برهمڻن جي هڪ هٽي ۽ انسانن کي مختلف ورڻن/ طبقن ۾ ورهائڻ خلاف هڪ باغي ۽ انقلابي نقطهء نظر، نظريو يا مت رهيو آهي. ان ڪري هندستان ۾ هندو ڌرم جي پوئلڳن طرفان ’ڌمپد‘ تي ڪيترا تنقيدي ڪتاب لکيا ويا آهن. ڌمپد جي 423 شلوڪن ۾ گوتم ٻڌ جي اخلاقي تعليم جو جامع بيان آهي.

ڌمپد کي ڪاويہ/ شاعري به تصور ڪيو ويو آهي. ڌمپد کي هندستان جي ڪٽر هندن هميشه تنقيد جو نشانو بنايو آهي. ٻڌ ڌرم جي هڪ عالم Budhism in India جي عنوان تحت هڪ ڪتاب لکيو آهي، جيڪو انٽرنيٽ تي به موجود آهي، ان ۾ هن تفصيلي طرح ڄاڻايو آهي ته هندو پنڊتن ڪهڙيءَ ريت ’ڌمپد‘ کان هندو مت جي پوئلڳن کي پري رکيو. ’ڌمپد‘ مان هندو پنڊتن کي سڀ کان وڏو خطرو اهو محسوس ٿيو ٿي ته گوتم ٻڌ جي عقلي پرچار کان وڏي تعداد ۾ هندومت جا پوئلڳ متاثر ٿي ٻڌ ڌرم ۾ داخل ٿيڻ لڳا هئا. هڪڙي وقت ۾ پوري هندستان ۾ ٻڌ ڌرم وهار ۽ استوپا (مندر) موجود هئا، جيڪي اڳتي هلي برهمڻن ڍهرائڻ جي ڪوشش ڪئي، پوءِ به ڀارت ۾ ايترا ٻوڌي موجود نه آهن، جيترا ٻڌ مندر آهن. ٻڌن خلاف هندو پنڊتن جي مخالفت ۽ سازش رهي، جنهنڪري ٻڌ آهستي آهستي هندستان ڇڏيندا ويا ۽ هنن ٿبيت کان وٺي نيپال تائين پهاڙن ۾ وڃي پناهه ورتي. ڪيترن ئي هنڌن تي انتهاپسند هندن ٻڌ ڌرم جي ڪتابن کي ساڙي ڇڏيو. هن مقدس ڪتاب جي ٻڌن وٽ تمام وڏي عزت آهي.

**ڏمڻ شيخ جو قبو**: هيءَ درگاهه ضلعي ڄام شوري، تعلقي سيوهڻ جي ڳوٺ شاهه حسڻ جي ڏکڻ اوڀر ۾ 9 ڪلوميٽر، منڇر جي ڪنڌيءَ تي ۽ جهانگارن کان 10 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي، "26°23'23 اتر ويڪرائي ڦاڪ



"67°38'05 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي موجود آهي. مقبرو چورس رٽ جو 6.50x6.40 ميٽرن جي ماپ جو، جنهن جو لنگهه اوڀر ۾ ڏنل آهي. مهاڙي وٽ ٻيڙ ٻني تي چار برجيون (Turrets) ٺهيل آهن. هر ڪنڊ تي جوڙ- ڪنڊون ٺاهي مٿان وڏو گنبذ ٺاهيو ويو آهي. گنبذ کي روغن ٿيل آهي. گنبذ کي آمهون سامهون هوائوٽا ڏنل آهن. مقبري ۾ اندر هڪ قبر ڏمڻ شيخ جي آهي. هر سال ميلو لڳندو آهي، جنهن منڇر جا ملاح وڏ ۾ وڏ شرڪت ڪندا آهن. هن پير تي اڄ به ملاح ڪاٺ جا ٺهيل لنگر تبرڪ يا باس طور ڏيندا آهن، پر ڪين خبر ڪانهي ته هو چا تا ڏين. ڪجهه عرصو اڳ 1975ع ڌاري هن بزرگ تي چوڌاري لنگر ٽڙيل پکڙيل حالت ۾ موجود هئا. منڍ ۾ قبو ٺهيل نه هو. هاڻي پڪسرائون قبو ٺهيو آهي.

**ڏنا**: هڪ مشهور پٿر جو قسم، جيڪو سون، چاندي، لوهه ۽ ٽامي وغيره جي ڪاٿين مان گندرف جي بخارن مان جمي سخت پٿر جي صورت اختيار ڪندو آهي. هن جا به ٽي قسم ٿين ٿا، جن مان طلائي (سون وارو) پٿر عمدو ليکيو وڃي ٿو. لوهه تي ڪا ڪتي شيءِ لڳائي، هن پٿر کي گهي ڏسبو ته اهو جنهن ڌات جو هوندو، ان جو ڏيک ڏيندو. رنگ سبزي مائل چمڪدار ٿيندو آهي ۽ ان جو ۽ ذائقو ڦڪو ٿئي ٿو. هي پٿر زهر جي اثر کي ختم ڪرڻ لاءِ مفيد آهي. هن پٿر جو ٽامي وارو قسم آفيم جي عادين لاءِ فائدي وارو آهي. هن جو ليپ ڏڍ ۽ ڪارن چٽن کي مٽائي ٿو. هي پٿر قاتل زهر آهي.

**ڏنار/ ڏراڙ**: چوپايو مال چاريندڙن کي سنڌيءَ ۾ ’ڏنار يا ڏراڙ‘ چوندا آهن. آمري دؤر ۾ جنهن وٽ گهڻو چوپايو مال هوندو هو، ان کي ڳوٺ جو چڱو مڙس سمجهندا هئا. ڳوٺ جي ڇيڙي نبيري به اهو ڪندو هو. ان دؤر ۾ هر ڪو پنهنجو مال پاڻ چاريندو هو، پڳهار تي ڏنار رکڻ جو رواج نه هو. هيءُ لفظ ’ڏڻ‘، ڏن= دولت جي معنيٰ ۾ به ڪم ايندو آهي. ان جو اشتقاق ٿيندو: ڏڻ + آر= ڏڻ وارو. سنسڪرت ۾ ’ڏن‘ لفظ جي معنيٰ آهي ’چوپايو مال‘. ان ڪري ڏنار جي معنيٰ ’ڏڻ وارو‘ آهي. سنڌ ۾ هر ڌنڌي واري کي پنهنجي ڌنڌي سان سڃاتو ويندو آهي. لوهه جي ڪم واري کي لوهار، سون جو ڪم ڪندڙ کي سونار يا سونارو، چوڙيون ٺاهيندڙ کي چوڙيگر چوندا آهن. اهڙيءَ طرح مال جي ڏڻ چاريندڙ کي ڏنار سڏيو ويندو آهي. ٻڪريون چاريندڙ کي ٻڪرار،

رڍون چارينڌڙ کي ريڍار، ڳئون چارينڌڙ کي ڳنوار، مينهون چارينڌڙ کي ميهار ۽ اٺ چارينڌڙ کي اوٺار چئبو آهي، جڏهن ته مال جي سيني قسم ن کي چارينڌڙ لاءِ اصطلاحي طور ڏنار لفظ ئي ڪم آڻبو آهي. ٻڪريں، مينهن يا ڍڳين جو ڌڻ چارينڌڙ ڏنار، هٿ ۾ لٺ، پاڻيءَ جي سانداري يا ڪَلي ڪڇ تي ڪٽي، منجهند جي ماني ٽوال جي پلئه ۾ ٻَڌي، مال جا ولر هڪلي، پنهنجي مخصوص انداز ۾، صبح سوير جهنگ، چراگاهن/ گئوچرن ۾ نڪري ويندا آهن. سڄو ڏينهن مال کي وَڙڪائي شام ويلي واپس وٿاڻن يا مال جي واڙن ۾ آڻيندا آهن. ٿرجا ڏنار وسڪاري جي مُند ۾ پيرن ۾ جهاڙولا پائي، آڌيءَ جو مال اُٺاري گئوچرن ۾ چاريندا آهن. ڏنار پنهنجي مال لاءِ خاص ڪري ڍڳين ۽ مينهن لاءِ 'ٻَٺارِي' ۽ 'ماءُ' جهڙا لاڏ ڪوڏ وارا



لفظ استعمال ڪندا آهن. ڏنار، مال جي روين مان موسمي تبديلين، مينهن وسڻ يا نه وسڻ، ڏُڪار يا سُڪار، زلزلي يا طوفان وغيره جو اندازو لڳائڻ به ڄاڻندا آهن. اُهي پنهنجي مال جي چرپر تي غير معمولي نظر رکندا آهن، جيڪڏهن ٻئي ولر جو مال، سندن ولر ۾ ملي ويو ته هڪدم سُڃاڻي وٺندا آهن ۽ سيمن ۾ ملندڙ ٻين ڏنارن کي وڙول ڏئي ڇڏيندا آهن ته جيئن ياڳيو پنهنجي مال کي ڳولي سگهي. اُهي مال جي وٿاڻن يا واڙن وٽ ڪنهن نئين يا اوپري ماڻهوءَ جي پيرن جا نشان ڏسندا آهن ته خبرچار ضرور وٺندا آهن ته متان اهو ماڻهو سندن مال چورائڻ نه آيو هجي.

ڏنار، پنهنجي ڇانگ/ ولر جي ڪن خوبصورت جانورن ۾ جهومڪ ۽ جهُوڙا، ڳٽ ڳانيون، مٽر ۽ ڇَنگ ڇڙا ٻَڌي ڇڏيندا آهن. انهن سازن جي آواز تي مال جي ڪنهن جاءِ تي هجڻ جو اندازو لڳائيندا آهن. ٿر ۾ اونهاري جي ڏينهن ۾ ڏنار مخصوص آوازن سان مال کي سَڏي، ڪندين جي ڇانگ يا ڪونيتن کي لوڏي انهن جا ڇپڙا چاريندا آهن. اُهي مال کي ڇڙوڇڙ ٿيڻ کان روڪڻ ۽ ضابطي ۾ رکڻ لاءِ مختلف آواز ڪڍندا يا هوڪرا ڏيندا آهن. ڏنار، مال جي اُڃ ۽ بيمارين جي به خبر رکندا آهن ۽ پنهنجي حساب سان انهن جو علاج ڪندا آهن. اڄڪلهه شهرن ۾ وٽرنري اسپتالن ۾ مال جو علاج ڪرايو وڃي ٿو. جهنگ ۾ ڏنارن وٽ رڌپچاءَ لاءِ ماچيس نه هوندو آهي ته اُهي ڪِپ ۽ اَڪ جون پُراڻيون سُڪل ڪاٺيون گسائي، رڳڙ ڪري، اُن متان سُڪل ڇيڻو پُرڪائي باهه ٻاريندا آهن. جڏهن ڏنار مال چاريندي ٿڪجي پوندا آهن ته ڪنهن وڻ جي ڇانوَ ۾ ويهي، بانسري، چنگ، بوڙيندو وغيره وڄائي يا ڪو لوڪ گيت ڳائي روح رهاڻ ڪندا آهن. ڏنار، اونهاري ۾ مال کي جهنگ ۾ ڇڏي، کوهن تي وارا ڪڍي، پاڻيءَ جا حوض ۽ آواڙا ڀري ڇڏيندا آهن ته جيئن واپسيءَ تي مال اچي پاڻي پي سگهن.

اڳي آسودن گهراڻن جا فرد به مال چاريندا هئا، پر اڄڪلهه ڪنهن ضرورتمند ماڻهوءَ کي اڳواٽ پئسا ڏئي يا ماهوار معاوضي تي 'ڌراڙ/ ڏنار' رکيو ويندو آهي. ڏنار، ٿر، ڪڇي، ڪاڇي ۽ جبل، هر هنڌ ٿين. هر علائقي ۽ موسم آهر هنن جي آرام، ڊاهي، مال کي پاڻي پيارڻ جا وقت ٿين. اُن جا وَڳ چارينڌڙن کي 'اوٺار' چون. شاهه لطيف به پنهنجي شاعريءَ ۾ 'ڌراڙن' کي ڳايو آهي:

لَيا ڏٺم لار، سانيارا ساهڙ جا،
هِنئون هٿ نه وِندري، ڌراڙ نئون ڌار،
مُنهنجو مَن مهار، پڳهئو پاڻ ڳري!

**ڏنار ڪٺوري** (Spider Flower): هيءَ ننڍي خوشبودار ٻوٽي آهي، جيڪا جبلن ۽ پوٺن تي ٿيندو آهي. حڪيمن موجب ڏنار ٻوٽي معدي جي ڪيڙن کي مارڻ لاءِ مفيد آهي. وائي باديءَ کي ختم ڪري ٿي، سيني جي سور، معدي جو سور، جگر جي سوڄ، وڇ ءَ جي ڏنگ ۽ مثاني جي پٿريءَ لاءِ مفيد آهي. هن ٻوٽيءَ جي پنن جو رس ڪن ۾ وجهڻ سان ڪن صاف ٿين ٿا ۽ دل ۽ دماغ کي تقويت ملي ٿي. سنڌ جي ڪيترن علائقن ۾ هن ٻوٽيءَ کي 'ڪستوري' به سڏيندا آهن، جڏهن ته نج سنڌي اکر 'ڪٿوري' آهي، جنهن کي ڏنار جي اضافي لفظ 'ڏنار ڪٺوري' ڪري سڏيو ويندو آهي. اهو نالو هن ٻوٽيءَ تي ان ڪري پيو ، جو ڏنار ماڻهو پنهنجي مال جو کير، ٺِڪر جي ساڙهين ۽ دڪين ۾ ڏُهندا ۽ ولوڙيندا آهن ۽ اُهي ٿانوَ هن ٻوٽيءَ جون مُيون ٺاهي، انهن سان مليندا آهن، جنهن سان ٿانوَن ۾ سُٺي سڳنڌ ٿيندي آهي، جيڪا پوءِ کير کي به سُرهو بڻائي ڇڏيندي آهي. ڏنار ڪٺوري ٿر ۾ گهڻي ٿيندي آهي.

**ڏناسري**[1] (راڳڻي): هي آس ۽ ارداس جي راڳڻي آهي. گجري، پرياتي ۽ ڏناسري راڳڻيون هڪٻئي کي ويجهيون آهن. ڏناسريءَ جو وادي سر پنچم آهي. منٺار فقير راڄڙ جي مشهور ڪافي 'اسين تنهنجا اوڏ غريب' ڏناسريءَ مان ڳائيندا آهن.

ڏناسري ڪلاسيڪي سنگيت جي راڳڻي آهي، جتان سنڌي پرڪاش ڏي منتقل ٿي آئي آهي ۽ مقامي رنگ ۾ اچي ان جي صورت قدري بدلجي وئي آهي. ڪلاسيڪي موسيقيءَ ۾ هيءَ راڳڻي ڪافي ٺاٺ مان اوڊو سمپورڻ آهي. آروهيءَ ۾ رکب ۽ ڌيوت ورج اٿس. وادي سُر ڪرج ۽ سموادي سُر پنچم اٿس. ڀيم پلاسي ۽ هن ۾ صرف وادي سُرن جو فرق آهي. ڀيم جو وادي سُر مڌم ۽ ڏناسريءَ جو پنچم آهي، نه ته ڀيم آهي. ترڪيب ۾ اوڊو سمپورن راڳڻي آهي. هن کي ڀيم کان بچائڻ لاءِ وادي سُرن کي بلڪل نمايان ڪري به ڏيکاربو آهي. هن جي ڳائڻ جو وقت سج اڀرڻ کان اڳ ۽ ڀيرو ٺاٺ جي راڳڻين ڪانپوءِ آهي. هيءَ راڳڻي ٻن طريقن سان ڳاتي وڃي ٿي. هڪ ڪافي ٺاٺ ۾ ۽ ٻيو ڀيروي ٺاٺ ۾. ڀيروي ٺاٺ ۾ سمپورن راڳڻي آهي. آروهي ۾ رکب ۽ ڌيوت ڪو نه ٿين. امروهي سمپورڻ اٿس. راڳڻيءَ کي مندر استان جي نکاد کان شروع ڪبو آهي. ڪافي ٺاٺ ۾ هيءَ راڳڻي منجهند جو ڳائبي آهي.

هن راڳڻيءَ جي آروهي: نِا سا گا ما پا نا سَا، امروهي: سا نا ڌا پا ما گا را سا، وادي سُر: پنچم، سموادي سُر: ڪرج ۽ سمو: صبح آهي.

**ڏناسري**[2] (سُر): سر ڏناسري شاهه جي اوائلي دور جي رسالن توڙي وچولي دور جي رسالن ۾ موجود آهي. اوائلي دور جي رسالن ۾ سر ڏناسري ۾ وڌ ۾ وڌ 37 بيت آهن ۽ اهي داستانن/ فصلن جي واڌ کانسواءِ گڏي لکيل آهن. انهن ۾ صرف هڪ وراڻي ڏنل آهي. پر اوائلي دور جي آخري رسالي گنج ۾ بيتن جو تعداد وڌيڪ هو. البت وچولي دور جي ٽن اڳاٽن قلمي رسالن ۾ جيڪي گنج کانپوءِ لکيا ويا، 37 بيتن کي قائم رکيو ويو آهي، پر انهن کي ٻن داستانن/ فصلن ۾ ورهايو ويو آهي. هڪ ۾ ٽيهه بيت ۽ هڪ وائي ۽ ٻئي ۾ باقي ست بيت ۽ هڪ وائي رکي وئي آهي. پهريون ڀمبئي ڇاپو جيڪو مٿين قلمي رسالن کانپوءِ 1293هه ۾ ڇپيو، ان ۾ سُر ڏناسريءَ جي ٻنهي داستانن/ فصلن ۾ وڌيڪ بيت شامل ڪيا ويا. ايتري قدر جو پهرئين ۾ بيتن جو تعداد وڌي 47 ٿيو ۽ ٻئي ۾ ستن مان بيت وڌي يارهن ٿيا. گنج ۽ ٻين قلمي رسالن ۾ به بيتن توڙي واين جو تعداد وڌندو رهيو. انهن سڀني کي جڏهن موجوده تحقيق دوران مطالعي هيٺ آندو ويو ته سُر ڏناسريءَ ۾ جملي 117 بيت ۽ 15 وايون ٿين ٿيون. ڏناسريءَ جي نعت، صفت ۽ ساراهه واري مکيه موضوع کي مدنظر رکي، نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي ساراهه ۽ ثنا وارا بيت، جيڪي مختلف رسالن ۾ سر ڏهر هيٺ هئا، سي سُر ڏناسريءَ ۾ پهرين رکيا ويا. ان موضوع جا ٻيا ڪي بيت جيڪي ڪن رسالن مان دستياب ٿيا، سي پڻ هن فصل جي آخر ۾ شامل ڪيا ويا آهن.

**ڏناڻي، محمد رفيق**: جاگرافيءَ جي ماهر، ليڪڪ ۽ استاد، محمد رفيق ولد عبدالغفور ڏناڻيءَ، 10 فيبروري 1952ع تي ڪراچيءَ ۾ جنم ورتو. هن مئٽرڪ 1966ع ۾، ڊي. اين. هاءِ اسڪول چانڊپور، ڪوملا مان، انٽر 1969ع ۾ چانڊپور ڪاليج، ڪوملا مان، بي. ايس. سي (آنرس) 1975ع ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ مان، ايم. ايس. سي جاگرافيءَ ۾ 1976ع ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ مان ۽ ايم. ايس. سي (پلاننگ) 1989ع ۾ ايشين انسٽيٽيوٽ آف ٽيڪنالاجي بينڪاڪ، ٿائيلينڊ مان حاصل ڪئي. ان کان سواءِ ڪراچي يونيورسٽيءَ مان 1976ع ۾ عربيءَ جو ڪورس، 1980ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان اسٽيٽسڪس ۾ ڊپلوما، مهراڻ يونيورسٽي، ڄام شوري مان ڪمپيوٽر پروگرام ۽ سنڌ يونيورسٽي، ڄام شوري مان 2004ع ۾ ڪمپيوٽر سائنس ۾ ڊپلوما ڪئي آهي. محمد رفيق ڏناڻي 1978ع ۾ سنڌ يونيورسٽي، ڄام شوري ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو. 1986ع ۾ اسسٽنٽ پروفيسر مقرر ڪيو ويو ۽ 1996ع کان ايسوسيئيٽ پروفيسر طور خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي. محمد رفيق ڏناڻي، ڊسمبر 1996ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي جاگرافي ڊپارٽمينٽ جو چيئرمئن مقرر ٿيو. جنهن تي نومبر 2000ع تائين خدمتون سرانجام ڏنائين. پيهر ڪيس 2002ع کان جاگرافي ڊپارٽمينٽ جو چيئرمئن مقرر ڪيو ويو. سندس رهنمائيءَ ۾ ڪيترن شاگردن ايم. فل ڪئي آهي. ان سان گڏ ڪيترن ادارن جي بورڊ آف گورننس ۽ بورڊ آف اسٽڊيز جو ميمبر به رهيو آهي. مختلف ادارن پاران



نڪرندڙ رسالن، ميگزينن ۾ سندس تحقيقي مقالا شايع ٿيل آهن. جاگرافيءَ جي موضوع تي محمد رفيق ڏناڻيءَ جا هيٺيان ڪتاب شايع ٿيل آهن، جن ۾ هو ليکڪ، شريڪ ليکڪ ۽ ايڊيٽر طور شامل رهيو آهي، جن ۾: ستين ڪلاس جو سماجي اڀياس (سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ: شريڪ ليکڪ)، نائين ۽ ڏهين ڪلاس جي سماجي اڀياس (سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ: شريڪ ليکڪ)، ٻارهين ڪلاس جي جاگرافي (سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ: ايڊيٽر) وغيره اچي وڃن ٿا.

هيءُ جاگرافيڪل ايسوسيئيشن، ڪراچي يونيورسٽيءَ جو جولاءِ 1975ع ۾ صدر، مسلم اسٽوڊنٽس ايسوسيئيشن، ايشين انسٽيٽيوٽ آف ٽيڪنالوجي، بئنڪاڪ، ٿائيلينڊ جو صدر به رهيو آهي. هن جاگرافيءَ جي ميدان ۾ بين الاقوامي ادارن کي ڪيترين پراجيڪٽ ٽيسز به لکي ڏنيون آهن. هن وقت سنڌ يونيورسٽيءَ جي جاگرافي شعبي جو چيئرمئن آهي.

**ڏن تيرس**: هي هندن جو هڪ تهوار آهي، جيڪو ڏياريءَ کان پنج ڏينهن اڳ، ڪتيءَ (آڪٽوبر) مهيني جي اونداهي تيرس تي ملهايو ويندو آهي. هيءُ لفظ ٻن لفظن جو ميڙ آهي: ڏن= دولت ۽ تيرس= تيرهين تاريخ. ان ڪري ان ڏينهن تي هندو ڌرم وارا، خاص ڪري وڻج واپارا سان لاڳاپيل ماڻهو، ڏن پراپت ڪندڙ ديوي لڪشميءَ جي پوڄا ڪندا آهن ۽ ان ڏينهن تي زيور ۽ قيمتي سامان ۽ ملڪيت خريد ڪندا آهن. هن ڏينهن تي گهرن جي اڱڻ ۾ اٽي، چانور ۽ رنگ سان ننڍڙي چاول ٻار جا پيرَ چِٽيا ويندا آهن. ان ڏينهن بابت ڏند ڪٿائي روايت آهي ته ڪنهن زماني ۾ هيما نالي هڪ راجا جي 16 سالن جي پُٽ کي نجومين جي اڳڪٿيءَ موجب شاديءَ جي چوٿين ڏينهن فوت ٿيڻو هو. ان رات سندس نوجوان زال کيس سمهڻ نه ڏنو ۽ زيورن ۽ دولت جو ڍڳ ناهي، سمهڻ واري ڪمري جي در وٽ رکي ڇڏيو ۽ سڄي گهر کي ڏيئن سان روشن ڪيو. هوءَ پنهنجي مڙس کي سڄيءَ رات جاڳي، موت جو وقت ٽارڻ لاءِ، گيت ۽ پچن ٻڌائيندي رهي. جڏهن موت جو ديوتا 'ياما ديوتا' ويس بدلائي، سندس مڙس جي ڪمري ويجهو ويو ته سندس ڏيئن جي تيز ۽ گهڻي تجليءَ سبب اکيون ڏنڏلائجي ويون، جنهنڪري کيس ڪجهه به نظر نه آيو. ان ڪري هُو (ياما ديوتا) سڄيءَ رات دولت جي ڍڳ تي ويهي، گيت ۽ پچن ٻڌندو رهيو ۽ صبح ٿيندي ئي غائب ٿي ويو. اهڙيءَ طرح نوجوان زال پنهنجي مڙس جي زندگي بچائي ورتي. ان ڏينهن کانپوءِ هن ڏينهن کي 'ياما ديپ دان' به سڏيندا آهن ۽ موت جي ديوتا ياما/ يامراج جي احترام ۾ ڏيئا ٻاري روشني ڪئي ويندي آهي. هن تهوار متعلق هندن ۾ ٻيون به ڪيترين روايتون موجود آهن. هي تهوار سنڌ جي ٿرپارڪر واري علائقي، راجستان ۽ نيپال ۾ خاص ڪري ملهايو ويندو آهي.

**ڏنجاڻي** (ذات): پيرو مل مهرچند آڏواڻيءَ جي تحقيق موجب، "ڏنجاڻي 'ڪنهريا' نُک مان هالا ڪوٽڙيءَ جا رهواسي هندو ۽ ڏنجي مل جو اولاد آهن. ڏنجي مل کي به پٽ، هڪ سکيو ۽ ٻيو مدن هئا. مدن فقير، شاهه عبداللطيف جو همعمر ۽ دوست هو..."

**ڏنڏلا چهرا** (ڪتاب): سنڌي ٻوليءَ جي صف اول جي ڪهاڻيڪار ۽ ناول ڪرشن کٽواڻيءَ جي ڪهاڻين جي هن ڪتاب ۾ سندس اٺ ڪهاڻيون: (1) ڏنڏلا چهرا، (2) ٻه اڪيلا انسان، (3) ٻئي ديس ۾، (4) هوءَ ڊڄڻي هئي،

(5) تون ڪوڙو آهين، (6) ماءُ ۽ ڌيءُ، (7) مان قرضدار آهيان ۽ (8) ٻه پائر- شامل آهن.

سنڌي ٽائيمس پبليڪيشن، الهاس نگر طرفان ڇپيل هي ڪرشن کٽواڻيءَ جي ڪهاڻين جو چوٿون ڪتاب آهي. ڪتاب جو پبلشر نارائڻ پارتي ڪتاب بابت لکي ٿو ته، ”ڪرشن کٽواڻيءَ جي ڪهاڻين جو هي چوٿون مجموعو آهي. اڪيلي، ٻيهري، منهنجا مارُوئڙا ۽ ڏنڌلا چهرا. . . پڙهندڙن کي محسوس ٿيندو ته انهن چئني مجموعن ۾ آيل ڪرشن جون ڪهاڻيون نه فقط جدا جدا آهن، پر هر ڪهاڻيءَ جو ماڳ ۽ مقصد به الڳ الڳ آهي، پوءِ به جان هڪ آهي. ڪرشن گهر ۾ هجي يا ٻاهر، هُن جي نظر دُور دُور تي پئجي رهي آهي. ڀارت ۾ هو ته ’اڪيلي‘ ڪهاڻيون آيون. پاڪستان سنڌ ويو ته ’منهنجا مارُوئڙا‘، وري جي آمريڪا ويو ته ’ڏنڌلا چهرا‘ جون ڪهاڻيون آيون.“

هي ڪهاڻيون ڪئناڊا جي ٽورنٽو شهر ۾ لکيل آهن، جتي ڪرشن کٽواڻيءَ (بقول سندس) ٽي مهينا هڪ بند ڪمري ۾ ڪتابن سان گڏ گهاريا. ان عرصي ۾ سؤ کان مٿي ڪتاب پڙهيو. 25 کان مٿي وڊيو فلمون ڏٺائين. 10 ڪهاڻيون، هڪ ناول ۽ هڪ ناٽڪ لکيائين.

ڊيمي سائيز جي 100 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، سنڌي ٽائيمس پبليڪيشن، الهاس نگر پاران نارائڻ پارتيءَ، 1993ع ۾ ڇپايو آهي ۽ ڪتاب جي قيمت صرف 30 روپيا آهي.




**ڏنڌ ۾ گم ٿيل منظر** (ڪتاب): هيءُ مشهور براڊ ڪاسٽر، اُستاد ۽ ڪهاڻيڪار زيب سنڌيءَ جي ڪهاڻين تي مشتمل ڪتاب آهي. هن ڪتاب ۾ 13 ڪهاڻيون شامل آهن. ڪتاب جو مهاڳ نامور نقاد ۽ ليکڪ وليرام ولڀ لکيو آهي. ڪتاب ۾ ’ٻهرين محبت جو سفر‘ جي عنوان سان ليکڪ پنهنجي ڪهاڻي سفر جي ڪٿا بيان ڪئي آهي.

ڊيمي سائيز جو 120 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب روشني پبليڪيشن ڪنڊياري پاران 2001ع ۾ ڇپايو ويو، جنهن جي قيمت 80 روپيا آهي.

**ڏنڪر**: هي هندن جي ’راڻي‘ واڻيا ذات جو هڪ پاڙو آهي. راڻي، روهل ۽ ڏنڪر پاڻ ۾ پائر ٿين. پاڻ کي راڻي جڻ چوائين ٿا.

**ڏنڙيڇو**: هيءُ گاهه جو هڪ قسم آهي، جيڪو قد ۾ گوڏي جيترو ٿئي ٿو. هن کي سنگ ٿيندا آهن. جن ۾ ڦاڪون 10، 12 کن ٿينديون آهن. هن گاهه جي پاڙ مضبوط ٿئي ٿي. ڏنڙيڇو گاهه اڪثر مال جي چاري طور ڪم ايندو آهي.

**ڏني فقير ڪنيار جو مقبرو**: هيءُ اسلامي دؤر جو ماڳ آهي. ڏنو فقير ذات جو ڪنيار هو. سندس پويان نسل ايجا جانهيري (ضلعي عمرڪوٽ) ۾ آباد آهن. ڏنو فقير پيريءَ ۾ ٺرمان شادي ڪئي. ڪيجراڙيءَ ۾ ڪجهه وقت رهيو. سيدن جي ظلمن کي ڏسي عمرڪوٽ ويجهو جانهيري ڳوٺ کي مسڪن بڻايائين. وصيت موجب ڪيس دڙي جي لاهين ۾ دفن ويو. ڏني فقير جو قبرستان 200 سال ڪن پراڻو ٿيندو. هن قبرستان ۾ ڪنيار قبيلي جي ماڻهن سميت سميجا ۽ مڱڻهار به دفن ٿيل آهن. اهو قبرستان ڪنگهار پير واري دڙي کان اتر طرف ٻئي دڙي جي چوٽيءَ تي آهي.

**ڏڻ ڏيئڻ جو** (ڪتاب): هي ڪتاب مشهور ليکڪ گ. ل. ڏوڊيجا جي ناٽڪن جو مجموعو آهي. هن ڪتاب ۾ شامل سمورا ناٽڪ مذاقيه آهن ۽ يڪ فصلا (One Act Play) آهن، جن جا عنوان آهن: (1) اڌ شرير جو انگي حساب، (2) پتڪڙو پهاڪائي ناٽڪ، (3) ڏڻ ڏيئڻ جو ۽ (4) لڪشميءَ جا گهٽا پتي. 104 صفحن جي هن ڪرائون سائيز ڪتاب جو ڇپائيندڙ ادارو ’پستڪ سنڌو‘ - پونا (انڊيا) آهي. ڪتاب 1983ع ۾ ڇپيو آهي ۽ ان جي قيمت 8 روپيا آهي.

**ڏٽڪ**: هيءُ گاهه ڪٽڪ جهڙو ٿيندو آهي، جيڪا ڪٽڪ ڪرندي آهي. ان کي ڏٽڪ چئبو آهي. ڏٽڪ جي ڪُترٻهه سان ملائي، مال کي ڏبي آهي.

**ڏٿي بخش مگسي**: ناميارو اديب ۽ سماجي ڪارڪن ڏٿي بخش ولد قادر بخش مگسيءَ جو جنم 1920ع ڌاري گل محمد مگسي، تعلقي دادوءَ ۾ ٿيو. سندس والد اصل ڳوٺ پريي مگسيءَ جو رهاڪو هو. جتان 1931ع ۾ لڏي دادو شهر پرسان نئون ڳوٺ ٻڌي آباد ٿيو، جيڪو پوءِ اڳتي هلي سندس والد جي نالي پٺيان ڳوٺ گل محمد مگسي سڏجڻ لڳو. ڏٿي بخش مگسي دادوءَ مان تعليم حاصل ڪري استاد مقرر ٿيو. فرض شناس استاد طور وڏو نالو ڪڍيائين. هو مذهبي طرح روادار ۽ ’صلح ڪل‘ جو قائل هو. هن تصنيف ۽ تحقيق جو ڪم 1940ع کان شروع ڪيو. ڪيترين ئي سماجي ڪمن ۾ حصو ورتائين. هن ڪيترين سماجي تنظيمن جو بنياد وڌو. جن مان ’سواڪا‘ جو سرپرستِ اعليٰ رهيو. جنهن جي پليٽفارم تان شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي عرس مبارڪ جي سجيءَ سنڌ ۾ موڪل ڪرايائين. هن ڪيترائي فلاحي ڪم ڪيا. ڪيترن اخبارن، رسالن ۾ لکندو رهيو. هن ٻه حج پڻ ڪيا. 31 جنوري 1996ع تي وفات ڪيائين. وفات بعد دادو ضلعي تي سندس لکيل هڪ تحقيقي ڪتاب ’دادو منهنجون يادون‘ جي نالي سان لياقت مگسي ترتيب ڏئي 2001ع ۾ ڇپرائي پڌرو ڪيو آهي. هي ڪتاب مرحوم ڏٿي بخش مگسيءَ رٽائرمينٽ کان اڳ لکيو هو پر اهو 1976ع وارين برساتن ۾ ضايع ٿي ويو. ان بعد هن 1993ع ۾ ٻيهر يادن کي سهيڙي ڪتاب لکيو. سنڌ جو ناليوارو اديب ۽ تاريخدان پروفيسر عبدالله مگسي، ڊاڪٽر لياقت مگسي ۽ غلام نبي (وڪيل) سندس فرزند آهن. جن مان عبدالله خان گذاري ويو آهي. ڊاڪٽر لياقت مگسيءَ کي تاريخ سان دلچسپي آهي، جڏهن ته غلام نبي مگسي به سٺو ليکڪ آهي.



**ڏتي بخش مهر، مولانا:** مولانا ڏتي بخش ولد محمد تڳيل مهر 1930ع ڌاري سومراٽي شريف ۾ ڄائو. ڄتان بعد ۾ لڏي اچي رستم شهر ضلعي شڪارپور ۾ ويٺو. هن ناظره قرآن مجيد جي تعليم ملا رسول بخش وٽ ۽ حفظ القرآن جي سکيا حافظ وليداد ڀٽي وٽ 'مدرسه ڪنزالعلوم سومراٽي شريف' ۾ حاصل ڪئي ۽ ساڳئي مدرسي ۾ مختلف استادن کان وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ بعد آخري ڪتاب 'جامعه هاشميه نور محمد شجراع' ۾ علامه عبدالحڪيم سومري وٽ پڙهي، 1960ع ۾ فارغ التحصيل ٿيو. هن 'دوره حديث' ٻه دفعا مولانا عبدالله درخواستي (خانپور ڪٽوري) واري وٽ، پنج دفعا مولانا غلام الله خان راولپنڊيءَ واري ۽ مولانا عبدالغني جاجرويءَ وٽ پڙهيو. تعليم مڪمل ڪرڻ کانپوءِ مولانا ڏتي بخش 'جامعه هاشميه نورمحمد شجراع' ۾ مسلسل ڇهه سال درس ڏنو ۽ پوءِ 1383هه ۾ 'مدرسه دارالعلوم رستم' نالي هڪ ديني درسگاهه قائم ڪري، اتي درس ۽ تدريس جو ڪم ڪرڻ لڳو. مولانا کي دُوره تفسير جي علم ۾ خاص مهارت حاصل هئي ۽ هر سال سون جي تعداد ۾ عالم ۽ طالب دُوره تفسير پڙهڻ لاءِ وٽس گڏ ٿيندا هئا. مولانا جي روحاني بيعت حضرت حماد الله هاليجويءَ سان هئي. سندس شاگردن جو حلقو نهايت وسيع آهي، جن ۾: مولانا الله بخش سومرو، مولانا رحيم بخش سومرو، مولانا حضور الدين ڪلات ۽ مولانا دين محمد قريشي وغيره قابل ذڪر آهن. مولانا ٻه شاديون ڪيون، جن مان کيس ٻن فرزندن ۽ ڇهن نياڻين جو اولاد ٿيو.

**ڏتي بخش ميمڻ:** سنڌ جي ناليواري والي بال رانديگر استاد ڏتي بخش ولد محمد اسماعيل ميمڻ 12 فيبروري 1927ع تي دادوءَ ۾ جنم ورتو. کيس ننڍپڻ کان ئي وال بال راند جو بيحد شوق هو. 1939ع کان والي بال کيڏڻ شروع ڪيائين. پهريون ڀيرو 1951ع ڌاري مجاهد ٽورنامينٽ دادوءَ ۾ شريڪ ٿيو. منجهس هڪ بهترين اڳواڻ جون سموريون خوبيون موجود هيون. ان ڪري شروع کان ئي پنهنجي نگهبانيءَ ۾ ڪلبون هلائيندو رهيو. هن دوستن، استاد محمد وريل ۽ استاد محمد يعقوب وڌوءَ سان گڏجي استاد



قربان جي نالي تي دادوءَ ۾ 'قربان ڪلب' جو بنياد رکيو. ڏتي بخش 1948ع کان 1960ع تائين ان ڪلب جو ڪپتان ۽ منتظم اعليٰ رهيو. 1949ع ۾ استاد قربان سان گڏجي راند ڪيڏيائين، جنهن ۾ بهتر فن جا جوهر ڏيکاريائين. ذهانت ۽ هوشياريءَ سان راند دوران مخالف ڌر جي رانديگرن کي فائول ڪندو هو. 1959ع ۾ کيس پيٽ جي تڪليف ٿي ۽ 1960ع ۾ آپريشن بعد راند نه کيڏيو ۽ راند ڏسڻ تائين رهجي ويو. کيس والي بال راند سان عشق جنون جي حد تائين هو. دادوءَ ۾ 'شاهين ڪلب' جي نالي سان والي بال ڪلب جو بنياد وڌائين، جيڪا ڪلب اڳتي هلي پوري ملڪ ۾ ڪارڪردگيءَ سبب مشهور ٿي. استاد ڏتي بخش ميمڻ بيباڪ ۽ اصول پرست رانديگر هو. پاڻ استادي پيشي سان وابسته هو. هيڊ ماسٽر طور رٽائر ٿيو. هن 1992ع ۾ وفات ڪئي. سندس آخري آرامگاهه دادو شهر جي آبائي قبرستان ۾ آهي.

**ڏتي بخش 'ناقص':** شاعر، اديب، سياسي، سماجي ورڪر ۽ صحافي شيخ ڏتي بخش 'ناقص' ولد رئيس محمد انور 7 جون 1899ع تي ڳوٺ گاهي خان تعلقي سجاول ضلعي ٺٽي ۾ جنم ورتو. فائنل امتحان پاس ڪري استاد مقرر ٿيو. ڄتان بعد ۾ استعيفيٰ ڏئي زمينداري ڪرڻ لڳو. هي تحريڪ خلافت جو سرگرم ڪارڪن هو. سجاول خلافت ڪميٽيءَ جو سيڪريٽري رهيو. ڪراچي ڊسٽرڪٽ زميندار ۽ جاگيردار ايسوسيئيشن جو 1932ع کان 1935ع تائين جوائنٽ سيڪريٽري رهيو. 1935ع ۽ 1938ع ۾ صوبي سنڌ خلافت ڪميٽيءَ جي اجلاس ۾ هن علائقي جي نمائندگي ڪئي. 1935ع ڌاري الوحيد اخبار ۾ سب ايڊيٽر طور ڪم ڪيائين. هي بزم ادب ڪراچيءَ جو سيڪريٽري پڻ رهيو. 1945ع جي اليڪشن ۾ نامور سياستدان يوسف هارون جو پولنگ ايجنٽ رهيو. پهرين نومبر 1946ع تي الوحيد اخبار مان استعيفيٰ ڏئي 'قرباني' اخبار سان وابسته ٿيو ۽ 'قرباني' اخبار جي چيف ايڊيٽر جي حيثيت سان ڪم ڪيائين. ڏتي بخش شاعر سان گڏ سٺو نثر نويس به هو. آزاديءَ جي جدوجهد ۾ ڀرپور حصو ورتائين. هن 1947ع ۾ وفات ڪئي.

**ڏتيءَ پرتو سميجو:** 'تاريخ مظهر شاهجهانيءَ' ۾ يوسف ميرڪ ڄاڻائي ٿو ته: "ڏتي پرتو سميجو سميجا قبيلي جو سردار هو ۽ هر مسئلي تي پنهنجي ذات لاءِ اُتي ڪَرو ٿيندو هو. سرڪاري سامان تي ڪن ڌاڙيلن ڌاڙو هڻي ڦُرلٽ ڪئي ۽ حڪومت اهو الزام سميجن، ڌاريجن، مناهيجن، راهوجن ۽ فيروزجن تي هنيو پر جلد ئي سميجن جو سردار ڏتي پرتو ۽ ڌاريجن جو سردار طيب اچي سرڪاري عملدار شمشير خان وٽ پيش پيا ۽ ثابت ڪيائون ته اها حرڪت اسان نه ڪئي آهي. جنهن کان پوءِ سرڪار ۽ سميجن جي وچ ۾ صلح ٿي ويو ۽ سميجن هڪ عام رعيت وانگر ٿي رهڻ جو عهد ڪيو. انهيءَ عهد کان پوءِ آءٌ (يوسف ميرڪ) شمشير خان وٽ پهتس ۽ کيس اها صلاح ڏنم ته هنن ماڻهن تي ڀروسو نه ڪرڻ کپي ۽ جيترو جلد ٿي سگهي ته سميجن جي ڳوٺ جو تختو اونڌو ڪرڻ کپي. اها صلاح شمشير خان کي وڻي. هن لشڪر کي تيار ڪري سميجن جي ڀرڳٽي تي حملو ڪيو، جنهن ۾ شمشير سان آءٌ (يوسف ميرڪ) به هئس. سميجا بيخبر پنهنجن ڪمن ۾ لڳا پيا هئا. جڏهن مٿن سرڪاري فوج حملو ڪيو ته انهن ۾ ڪنڪوپئجي ويو. حملي ۾ تقريباً هڪ هزار کان مٿي سميجن کي قتل ڪيو ويو ۽ ست سئو سميجن کي زنجيرن ۾ قيد ڪيو ويو. انهيءَ حملي ۾ ڏتي پرتو سميجو ۽ طيب ڌاريجو به قتل ٿي ويا. سرڪاري فوج سميجن جي ملڪيتن کي پاڻ ۾ ورهائي کنيو."

**ڏوان:** هيءَ ڪاري پاٽيءَ جي وڏي مڇي آهي، هيءَ ڊيگهه ۾ ٻه فوٽ ۽ پنج ڪلو کن وزني ٿئي ٿي.

**ڌوٻي** (Washer Man): عام طور ڪپڙن ڌوئڻ واري کي ڌوٻي يا ڪٽي چئجي ٿو. ڌوٻيءَ جي لغوي معنيٰ آهي ڪپڙا ڌوئيندڙ. ڪٽي وغيره. هي ڪپڙا ڌوئي، استري ڪري پنهنجو گذر سفر ڪندا آهن. هٿي طرف گجرات ۽ آسپاس جي رياستن ۾ وڏي تعداد ۾ ڌوٻي آباد آهن. جيڪي راجپوت سڏائين ٿا، جن مان اڪثريت هندو آهن ۽ انهن مان ڪي مسلمان به ٿيا آهن. ڌوٻي ذات وارن مان گهڻا چوهاڻ آهن. هندستان جي هن ڌوٻي گهراڻي ۾

سؤٽ ماسات سان شادي نہ ڪئي ويندي آهي. مرد پنهنجي زال جي پيٽ سان پنهنجي زال گذارڻ کان پوءِ شادي ڪري سگهي ٿو. ڏوٻي گهراڻي ۾ بيوهہ جي ٻيهر شادي جي اجازت آهي. بيوهہ پنهنجي مري ويل مڙس جي ننڍي ڀاءُ سان شادي ڪري سگهي ٿي. ڏوٻي هندو قانون ورهاست کي



مڃيندا آهن. ڏوٻين ۾ ڪبير پنٿي، رامنجا ۽ وليچاري نڪون آهن. جيتوڻيڪ هو هندن جي خدائن جي عزت ڪندا آهن، پر مندرن ۾ نہ ويندا آهن. هو هندن جي مشهور زيارت وارن هنڌن تي بہ ويندا آهن.

سنڌي ٻوليءَ ۾ ڏوٻين جي حوالي سان هڪ پهاڪو 'ڏوٻيءَ جو ڪتو، نہ گهر جو نہ گهاٽ جو' مشهور آهي. سنڌ ۾ عام طور ڏوٻي يا ڪٽي ڪپڙا ڌوئڻ وارن کي چوندا آهن. اهي مسلمان توڙي هندو ٿين ۽ ڌنڌي جي نسبت سان سندن ذات سڃاتي ويندي آهي.

**ڏوبي** (پکي: White Wagtail/Motacilla alba): 17.5 سينٽي ميٽر (تقريباً 7- انچ) جسامت واري هن پکيءَ جي نر ماد جي رنگن ۾ فرق ٿئي ٿو. نَرجا ڪنپ سياري اونهاري ۾ رنگ مٽائيندا آهن. ڏوٻي پکيءَ جي پٺي سرمائي، پيٽ اڇو، مٿو ڪارو ۽ پڇ ڊگهو سرمائي رنگ جو ٿئي ٿو. هن جي ڳلي ۾ ڇڄڻ تہ ڪارو گلوبند پيل هوندو اٿس، پر سياري ۾ ڳچي اڇي ٿي ويندي آهي.



هن پکيءَ جون ٽنگون سنهڙيون، نازڪ ۽ ڪاريون ٿينديون آهن. چهنب ۽ اکيون بہ ڪارڙيون ٿين. چرپر حرڪت ۾ ڦڙت آهي، هڪ هنڌ آرام نہ ڪندو آهي. هر وقت ڊوڙندو، ٻيهندو ۽ تيزيءَ سان اڏامندو نظر ايندو آهي. ڊگهو پڇ هيٺ مٿي پيو ٽيندو اٿس. ان ريت اهو پنهنجو توازن برقرار رکندو آهي. ڏوٻي پکي پاڻيءَ ويجهو کليل ميدانن ۾ جيت ڳولي پيو کائيندو آهي. اڪثر عمارتن ۽ گهرن جي ويجهو رهندو آهي. پيالي جهڙو آکيرو ٺاهيندو آهي. هي سڄي يوريشيا ۽ اتر آفريڪا ۾ ملي ٿو. محدود پئماني تي لڏپلاڻ بہ ڪندو آهي.

**ڏوپ** [1] (Gum Olibanum\ *Boswellia Sereta*)[1]: هي گهاٽي ميرانجهڙي رنگ جا ٽڪرا ٿين ٿا، جيڪي حڪيم استعمال ڪندا آهن. سندن موجب نون ۽ پراڻن ڦٽن، ناسور، پراڻي پرميل ۽ مثاني جي ڦٽ جي علاج لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي. ڏوپ حمل ڪيرائي ٿو، پيشاب جاري ڪري ٿو، مرگهي جي علاج لاءِ گهوٽي شڪنجبين جي شربت سان پياريو ويندو



آهي. ٻرهل کي ڪپي ٻاهر ڪڍي ٿو. ڏندن جي سور لاءِ هن وکر کي ڪٽي سنهون ڪري ڪم آڻي سگهجي ٿو. هيءُ اکين جي ڌنڌ، روشنائي، خارش، ڦٽ، ناسور ۽ اک مان وهندڙ پاڻيءَ کي فائدو ڪري ٿو.

**ڏُوپ** [2]: هڪ وکر يا مصالحو، جنهن کي سونارا پوري مال ۾ ڀري نهرو ڪندا آهن. جيئن مال گهنج پوڻ کان محفوظ رهي. ڏوپ، پورا ڪنگڻ، پورا والا، پوريون نٿون ۽ چٽائيءَ وارن ڏوڏڙن (گول تعويذ) ۾ ڪتب ايندو آهي. جن ۾ ڏوپ ڀريل هوندو آهي. هن ڪم ۾ ڪراچي، ملتان، حيدرآباد ۽ لاڙڪاڻي جا ڪاريگر چڱا ماهر آهن ۽ ڪين چڱي خاصي مهارت حاصل آهي. 1950ع تائين هن ڪم کي لاڙڪاڻي ۾ عروج رهيو. ان بعد هن ڪم جو رواج آهستي آهستي ختم ٿيندو ويو. هن ڪم جي مشهور ڪاريگرن ۾ فيض محمد کوکر (نئون ديرو)، عبدالرحيم کوکر (فريد آباد)، محمد پريل عباس (لاڙڪاڻو)، عبدالقادر کوکر (فريدآباد) ۽ عبدالله کوکر وغيره قابلِ ذڪر آهن.

**ڏُوپ** [3]: ڏوپ، هڪ قسم جو وکر آهي، جيڪو فقير پاڻ سان ڪڻندا آهن. اُهي ٽن يا چئن وٽين ۾ ٽاندا دکائي رکندا آهن ۽ چوٿين يا پنجين وٽيءَ ۾ ڏوپ رکندا آهن، جنهن مان چِپٽي ڀري ٽاندن تي ٻرڪيندا رهندا آهن. اهڙيءَ ريت ڏوپ جي سڙڻ سان پيدا ٿيندڙ دونهون خوشبودار ٿيندو آهي. سنڌ توڙي برصغير ۾ اڪثر پيرن فقيرن جي درگاهن تي ڏوپ جو واس ٻاريو ويندو آهي ۽ اها درگاهن جي هڪ عام رسم ٿي وئي آهي.

**ڏوڙ دل تي درد جي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ناليواري شاعر استاد بخاري جي نظمن ۽ ڪهاڻين تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جو مهاڳ نوجوان شاعر علي دوست 'عاجز'، "ننگي پير نڪتيون، اسان جون ڪهاڻيون" عنوان سان لکيو آهي، جنهن ۾ لکي ٿو تہ: "هن (استاد) تاريخ توڙي زندگيءَ جي ننڍن وڏن واقعن کي احساساتي رنگ ۾ رکي پيش ڪيو آهي. نظم ۾ نوان گهاڙيٽا ڏنا آهن ۽ نظمن جا نوان ڪردار موضوع بڻايا آهن. هڪ قبيلائي جوڙي جاني ۽ لاليءَ بابت هڪ طويل نظم بہ هن ڪتاب ۾ شامل آهي."



هيءُ ڪتاب 2007ع ۾ روشني پبليڪيشن ڇپائي پڌرو ڪيو. پڪي جلد سان ڊيمي سائيزجي 143 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 120 روپيا آهي.

**ڏوڙ ڌويو** (ڪيريگر): سونارن جي دڪانن مان مٽي ڪٺي صاف ڪري سون جا زرڙا ڳولهيندڙن کي 'ڏوڙ ڌويو/ ڏوڙ ڌئو' چئجي ٿو, جنهن جي لغوي معنيٰ آهي 'ڏوڙ ڌوئيندڙ'، سونارن جي ڪورن جي رک تُوري ناٽي ۾ خريد ڪري، ان کي ڌوئي صاف ڪري، ان مان سون جا ذرا هٿ ڪندڙ وغيره. اهڙي قسم جي ڪم ڪندڙن کي ڏوڙ ڌويو, ڏوڙيو يا رماندي پڻ چون. نامور



محقق محمد سومار شيخ 'سنڌ جا زيور' ڪتاب ۾ لکي ٿو ته: "سنڌ جي ماڻهن ۾ سوناري سان گڏ رمانديءَ جو نالو به مشهور آهي. سونارا آسڻ جو ڀر ڪوٺاريون ۽ ٻني جي ڦلهار سارو سال هڪ جڳهه تي ڏيگ ڪندا رهندا آهن, انهيءَ ميڙيل ڪچري کي سونارا رماند ڪوئيندا آهن. سال ۾ هڪ ٻه دفعا انهيءَ ڪچري کي صاف ڪرڻ رماندي چڪر هڻندو آهي. رمانديءَ کي 'ڏوڙ ڌويو' يا 'ڏوڙ ڌيو' به سڏيندا آهن." ڏوڙ ڌويو پنهنجي هڪ خاص انداز سان رماند جي ڌلائي ڪري، منجهائنس سون الڳ ڪندو آهي. ڏوڙ ڌوين جي سون حاصل ڪرڻ جو طريقو به ذري گهٽ ڪيريگرن واري طريقي جهڙو هوندو آهي. اهي به ڪيريگرن وانگر پاڻيءَ جي جهجهي استعمال سان انهيءَ رماند کي گپ چڪ جي شڪل ۾ آڻي، ان جي آهستي صفائي ڪندا آهن. اهڙي نموني رماند مان گند ڪچرو ۽ ٻيا ڌاتو الڳ ڪري آخر ۾ سون جا ذرا پري ڪري وٺندا آهن. سونارا 'ڏوڙ ڌوين' کي پاڻ کان ڪجهه ڪمتر سجهندا آهن.

سنڌو درياهه جي واريءَ مان سون ڪڍندڙن کي ڪيريگر چئبو آهي. اهڙن ڪيريگرن جو وڏو تعداد ڪوهستاني، چترالي ۽ گلگتي خانه بدوش قبيلن مان آهي، جن مان اڪثر خاندان ڪجهه صديون اڳ ڪوهستان جي علائقي 'چلاس' مان لڏي اچي تربيلا بند جي هيٺانهن وارن شهرن ۾ آباد ٿيا. هن ڌنڌي سان سلهاڙيل ڪيتريون ذاتيون بشام ۽ ججال علائقن مان لڏي هتي آباد ٿيون آهن. ڪيريگرن جي گهڻائي بدخيل ۽ مغل پٺاڻن جي آهي. ڪيريگرن جو درياهه مان سون ڪڍڻ وارو طريقو نهايت ئي ڏکيو ۽ حيرت ۾ وجهندڙ هوندو آهي.

**سون ڪڍڻ جو طريقو:** درياهه مان سون ڪڍندڙ ڪيريگرن جو هر جٿو ڇهن ڇهن تي مشتمل هوندو آهي، جنهن ۾ مرد توڙي عورتون گڏجي ڪم ڪندا آهن. ڇهن ڄڻن تي مشتمل جٿي مان هڪ ڄڻو درياهه جي خشڪ پيٽ ۾ ٽيڪم جي مدد سان وڏا وڏا پٿر پري ڪندو آهي، ان ٽيڪم کي 'ڪيرني' سڏيندا آهن. انهيءَ ڪيرنيءَ جي ڪري کين 'ڪيريگر' يا اردوءَ ۾ 'ڪيرني والا' سڏيو وڃي ٿو. پٿر هٽائڻ بعد رنبيءَ سان بجري وغيره هٽائي مٿاڇرو صاف ڪبو آهي. پوءِ رنبيءَ سان زمين کي ڇهن کان ڏهن انچن تائين کوٽي، مٽيءَ کي هڪ هنڌ ڪوڙ ڪبو آهي. ٻيو ساٿي ڪوٽيل مٽي ڪنهن ڪپڙي يا ٽانوءَ ۾ وجهي، درياهه جي ڪناري پاڻيءَ ڀرسان ڇاڻڻ لاءِ آڻي رکندو آهي. جتي ٽيون بيٺل ڪاسبي آندل مٽيءَ کي هڪ قسم جي پٿر 'ڇڄڪي' تي هاريندو آهي. ان ڪاٺ جي پٿر کي 'ڇڄڪي' سڏين، سندن ڇڄڪي عام ڇڄ وانگر ئي هوندي آهي. سنهي گول ڪاٺين کي پٿر وانگر قابو ڪري، مٽيءَ کي ڇاڻي ٿلهي بجري ۽ سنهي واريءَ کي الڳ ڪبو آهي. ڇڄڪيءَ جي هيٺان هڪ ڪاٺ جي ٻيڙيءَ جي شڪل جهڙو باسڻ پيل هوندو آهي، جنهن ۾ سنهڙي واري وڃي ڪرندي آهي. انهيءَ ڪاٺ جي ٽانو کي 'ناوا' سڏين. ناوا اهڙي طريقي سان لاهيءَ تي رکبا آهن. جو سندس ڪليل پاسو هيٺائين هئڻ ڪري ان مان واري ۽ پاڻي هيٺ وهندو رهندو آهي. چوٿون همراهه جيڪو جٿي جو بزرگ ۽ استاد ڪاريگر هوندو آهي. اُهو هڪ هٿ سان وهندڙ درياهه مان هٿئي واري ڪٽوري سان پاڻي ڀري، ڇڄڪيءَ تي رکيل مٽيءَ تي هاريندو آهي. پاڻي هارڻ واري ڪٽوري کي 'ٺوڪر' ڪوٺين. ڪٽوري جي وچ ۾ هڪ ننڍڙو سوراخ هوندو آهي. ماهر ڪاريگر ناوا کي سهولت آهر سامهون رکي ناوا جي سڄي هٿ کان



وهندو آهي ۽ پاڻي هاريندو ويندو آهي، ٻئي هٿ سان ڇڄڪيءَ کي چوريندو پوريندو ۽ مٿانئس رکيل مٽيءَ کي هيٺ مٿي ڪندو ويندو آهي. اهڙي نموني مٽي ڇٽي وڃڻ بعد ناوا ۾ صرف ڪاري واري بچندي آهي، جنهن کي پنهنجي زبان ۾ 'تور شگهه' چوندا آهن. ڪاروان ٺوڪ جي تري جي سوراخ مان ناوا جي مٿين حصي ۾ گڏ ٿيل ڪاري واري مٿان پاڻي هاريندو آهي. سون ڳورو هئڻ سبب ناوا جي مٿانهينءَ تي بيهي رهندو آهي. باقي واري ۽ پاڻي هيٺ رهندو رهندو آهي. ائين تور شگهه جي مٿين پاسي وٽ سون جا ذرڙا چمڪندا نظر ايندا آهن. ڪيريگر ڪاٺ جي ننڍڙي رنبي سان سون جي ذرن کي ڪٺندو جست جي پياليءَ ۾ گڏ ڪندو آهي، جنهن پياليءَ کي هو پنهنجي ٻوليءَ ۾ 'ڇدگئي' سڏين. ڪيريگر جمعي جي ڏينهن موڪل ڪندا آهن يا جمعي جي نماز تائين ڪم ڪندا آهن. ڪيريگر بيماري، خوشي يا غميءَ جي

موقعي تي پڻ ڪم نہ ڪندا آهن. ڪيريگرن جي مستقل رهائش اڪثر درياهہ جي ڪنڌيءَ تي ننڍڙن ڳوٺن جي صورت ۾ هوندي آهي. ڪيريگر سال ۾ نو مهينا ڪم ڪندا آهن. باقي ٽي مهينا عارضي گهرن کي تالا هڻي اباڻن گهرن ڏي ورندا آهن. ڪيريگرن جي لڏپلاڻ سنڌوءَ جي ڪناري بشاهہ کان وٺي ڪالاباغ تائين ٿيندي آهي. ڪيريگريءَ جي ڪم ۾ استعمال ٿيندڙ ڪجهہ اوزارن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

**ڪيرني:** درياهہ جي پيٽ ۾ ڪڏ کوٽي واري ڪڍڻ کان اڳ هن اوزار جي مدد سان وڏا پٿر وغيره پري ڪبا آهن. ڪيرني سخت مٽيءَ جي کوٽائيءَ لاءِ پڻ ڪم اچي ٿي. ڪيرنيءَ جي ڦرجي ڊيگهہ يارهن انچ کن ٿيندي آهي، جنهن ۾ ٽن فوٽن جو ڳن هوندو آهي. 2009ع تائين هڪ ڪيرنيءَ جي ٺهڻ جو خرچ اٽڪل ويهہ پنجويهہ روپيا هو. هيءُ اوزار استعمال ڪرڻ واري کي ڪيريگر سڏجي ٿو.

**رنبي:** هيءُ اوزار ڪيرنيءَ وانگر مٽي کوٽڻ ۽ ڪيڙيل مٽي گڏ ڪرڻ جي ڪم ايندو آهي.ان جي ڦرجي ڊيگهہ ٽي انچ ۽ ويڪر بہ انچ کن ٿيندي آهي. 2009ع تائين رنبيءَ جي قيمت ڏهہ کان پندرنهن روپيا کن هئي.

**ڦلائي:** ڦلائي ڪاٺ جي گول تراڪڙي تسري هوندي آهي، جنهن جو وچيون حصو ڪناري کان ٿورو هيٺ ڪيو ويندو آهي. ڦلائيءَ جو قطر سورهن انچ کن رکبو آهي، جنهن ۾ مٽي ڪٽي، ان تي ٻڪ سان ٿورو ٿورو پاڻي هاربو آهي، سون جا ذرا وزني هئڻ ڪري ان ٿالهيءَ ۾ گڏ ٿيندا ويندا آهن. باقي واريءَ کي هوريان هوريان هيٺ هاربو آهي. ان مان ماهر ڪاريگر مختلف هنڌن جي چڪاس ڪري مٽيءَ ۾ سون جو مقدار معلوم ڪندو رهندو آهي. هن جي ٺهڻ تي 2009ع ۾ اٽڪل هڪ سو روپيا خرچ ايندو هو.

**چڇڪي:** چڇڪي درياهہ مان نڪتل مٽي ڇاڻڻ جي ڪم ايندي آهي. ان ۾ پتر وانگر چاليهہ جا پنجيتاليهہ شهتوت يا کهوءَ جون ڪاٺيون، ڪوڪن سان ڳنڍيل هونديون آهن. شهتوت ۽ کهوءَ جي ڪاٺيءَ ۾ اها خاصيت آهي جو اها پاڻيءَ ۾ گهڻو وقت جٽاءُ ڪري ٿي. هر هڪ ڪاٺين جي وچ ۾ هڪ سوٽن جو مفاصلو هوندو آهي. چڇڪيءَ جي هڪ پاسي کان ڇيڙي وٽ هينان مٿان بہ ٽلهيون ڪاٺيون هٿ وجهڻ لاءِ لڳل هونديون آهن. ان ڪانسواءِ ٽي ڪاٺيون چڇڪيءَ جي پتر جهڙين ڪاٺين کي پاڻ ۾ ڳنڍڻ لاءِ بہ هونديون آهن. ان جي مٿان مٽي رکي ويندي آهي، هيٺان ناوا هوندي اٿس، جنهن ۾ سنهي مٽي ڇٽي گڏ ٿيندي ويندي آهي. چڇڪيءَ جي ماپ 24x22 ٿئي ٿي، جنهن جي لاڳت 2009 تائين 70 کان 100 روپيا هئي.

**ٺوڪر:** هيءُ درياهہ مان پاڻي ڀرڻ لاءِ جست جو ڪٽورو هوندو آهي، جنهن جو قطر اٽڪل ساڍا ست انچ هوندو آهي. ان جي وچ ۾ مٿان ڪاٺ جو هٿيو لڳل هوندو آهي، جنهن جي ڊيگهہ اٽڪل 21 انچ ٿئي ٿي. ٺوڪر جي مدد سان چڇڪي جي پرسان ويٺل ڪيريگر درياهہ مان پاڻي ڀري چڇڪيءَ پرسان رکيل مٽيءَ تي هاريندو ويندو آهي، هن ٿانو جي ٺهڻ ۾ 2009ع تائين ڏهن کان ٻارنهن روپين تائين خرچ ايندو هو.

**ناوا:** هيءُ ڏيال جي ڪاٺين جو ٺهيل ٿانءُ وڏي چِچ وانگر ٿئي ٿو جنهن ۾ چڇڪيءَ مان سنهي ڪاري واري ڇٽي اچي ڪرندي آهي. جنهن ۾ سون هوندو آهي. ناوا اهڙي ترڪٽي ۽ لهواري انداز سان ٺهيل هوندي آهي، جو مٽي ۽ پاڻي ان مان ٻاهر وهندو رهندو آهي. باقي وزندار ڪاري واري ۽ سون ان جي مٿئين حصي ۾ رهجي ويندو آهي. ناوا جي ڊيگهہ 47 انچ ۽ مٿئين حصي جي ويڪر ويهہ انچ هوندي آهي. جيڪا آهستي آهستي گهٽجي هيٺئين حصي وٽ اٺ انچ کن ٿي وڃي ٿي. ڪيريگرن جي سامان جو هي مهانگو اوزار آهي، جنهن تي 2009ع تائين پنجن سون کان هزار روپين تائين خرچ لڳي ويندو هو.

**ڪچاتي:** هيءُ گهڻو ڪري ڏيال جي ڪاٺ جي ننڍڙي ڪريي هوندي آهي، جنهن جي ڊيگهہ ٽي انچ ۽ ويڪر بہ انچ هوندي آهي. ڪچاتيءَ ذريعي ناوا مان ڪاري واري ۽ مليل سون جي ذرڙن کي ڪٽي الڳ ڪري رکندا آهن. هيءَ ڪريي تمام نفيس ۽ هلڪي ٿئي ٿي. هن تي 2009ع تائين چار روپيا خرچ لڳندو هو.

**چڊڪٽي:** هيءُ جست جو پيالو آهي، جنهن جو قطر اٽڪل 6 انچ ٿئي ٿو. چڪجيءَ مان ڇٽڻ بعد ناوا ۾ باقي ڪاري واري ۽ سون جا ذرا پيل هوندا آهن. اهي ذرا ڪچاتيءَ سان ڪٽي انهيءَ چڊڪٽيءَ ۾ جمع ڪيا ويندا آهن. هيءُ ڪٽورو 2009ع ۾ 10 روپين تائين ملندو هو.

**ڏوڙڪيون (ديهہ):** تعلقي ڇاڇري، ضلعي ٿرپارڪر جي هڪ ديهہ ۽ ڳوٺ جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ستلا، جهامڙسر نڪر، جهامڙسر پيل، رامسينگاٽي، پوچاندي جو پار، ڦانگهاريو، صالحاڻي ڍاٽي، پاڏاري، سِلهہ، عارب جي ڍاٽي ۽ ڍاٽي هيرو نڪر.

**ڏونڪ ماٿري/گاجي شاهہ واري واهي:** هيءَ واهي، تعلقي جوهي، ضلعي دادوءَ ۾ غازي شاهہ عرف گاجي شاهہ جي اولهہ وارن جبلن ۾ موجود چشمن مان وهي، گاجي شاهہ جي مزار اڏو ڏونڪ ماٿريءَ ۾ پوي ٿي. هتي 'بنجو' نالي خوبصورت آبشار موجود آهي. جهرڻي جو نظارو نهايت وڻندڙ آهي. پهريائين هن واهيءَ کي ڏونڪ جي واهي چوندا هئا، پر پوءِ پير گاجي شاهہ جي نالي پٺيان سڏجڻ ۾ آئي.

**ڏونئرو** (Yogurt): ڏونئرو، کير کي ڄمائي تيار ڪبو آهي. کير ۾ سَنباڻ طور ٿورو ڏونئرو يا ڏڌ وجهي ڏهي ڄمائي تيار ڪبي آهي، جيڪا 'ڏونئرو' سڏبي آهي. ڪڏهن ڪچو کير گهڻيءَ دير تائين نہ واپرائڻ ڪري، پاٽمرادو



بہ ڄمي پوندو آهي. ان ۾ ٿورو ڏونئرو وجهي کير کي ڄمائبو آهي. کير کي يا تہ ٺڪر جي چاڏي يا ماٽيءَ ۾ يا وري ڪنهن وڏي ۽ خلاصي ٿانو ۾

جمائبو آهي. ڪير جمڻ کانپوءِ گهاٽو ٿيو وڃي، جنهن کي ڏونئرو سڏجي ٿو. ڪير ۾ ڏونئرو وجهبو آهي ته ان جو ڏونئرو ڪٽيرو ۽ سوادي ٿيندو آهي ۽ جڏهن ڪير ۾ ڏڏ وغيره وجهبو آهي ته اهو ڏونئرو ڪجهه بي سوادو ۽ ملو ٿيندو آهي. ڏونئرو گرميءَ جي مند ۾ گهڻو استعمال ٿيندو آهي. ڏونئري کي جهرڻي سان ولوڙي ان مان مکڻ به ڪڍيو ويندو آهي. باقي ڏڏ يا لسيءَ کي پيئبو آهي، يا ماني، پٽ سان کائبو آهي.

ڏونئرو ٿڌي شيءِ آهي. انهيءَ ڪري هر ڪو چاهه سان واپرائيندو آهي. جمايل ڪير يعني ڏهي يا جاول ڏڌ لفظ سنسڪرت ٻوليءَ ۾ به آهي، جنهن ۾ ڏول چئبو آهي. سنڌيءَ ۾ 'ڏنئرو' چئبو آهي. گجراتيءَ ۾ گهاٽي ڇاڇ (ڏڌ) کي ڏوڙون يعني ڏونئرو/ ڏهي چئبو آهي.

ڏونئرو جي معنيٰ اچو به آهي. ڀٽائيءَ به ان معنيٰ ۾ استعمال ڪيو آهي.




**ڏونئري ڏينهن ڏاڙا** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي مزاحمتي شاعر ابراهيم منشيءَ جي شاعريءَ جو مجموعو آهي. هن ڪتاب ۾ منشيءَ جي شاعريءَ جون مختلف صنفون شامل آهن، جن ۾ وايون، متفرق بيت، گيت وغيره اچي وڃن ٿا. ڊيمي سائيز جي 145 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي سادي ڪاپيءَ جي قيمت 40 ۽ اوچي ڪاپيءَ جي قيمت 60 روپيا آهي.

**ڏوئنڪ** (ديهه): تعلقي جوهي، ضلعي دادو جي هڪ ديهه، جنهن ۾ 'دوست محمد شاهاڻي' نالي سان هڪ ڳوٺ آباد آهي.

**ڏوڻ** (ذات): هي سمات (ابڙ) ذات آهي. هن ذات وارا رتيديري ۽ قمبر جي وچ ۾ محمد نواز ڏوڻ ڳوٺ ۾ رهن ٿا. ڏوڻن جو سنڌ ۾ اهو هڪڙو ئي ڳوٺ آهي.

**ڏياٿو، مخدوم عربي**: 'مخدوم نوح سرورؒ جا سهيوڳي' ڪتاب ۾ پروفيسر محبوب علي چنا سيوهاڻيءَ ڄاڻايو آهي ته: "هالا پراڻي سان تعلق رکندڙ ڏياٿو مخدوم عربي، پير آسات جو سڳو ڀاءُ، مخدوم نوح جو استاد، قرآن شريف جو حافظ ۽ ڪرامتن جو صاحب بزرگ ٿي گذريو آهي." هن سان اڪثر شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو شجرو ملايو ويندو آهي. هيءَ روايت آهي ته ڏياٿو عربي ۽ مخدوم ڏياٿو ڌار ڌار بزرگ آهن ۽ انهن ٻنهيءَ جون ڌار قبرون هالا جي قبرستان ۾ موجود آهن ۽ اهو ٻيو مخدوم ڏياٿو لطيف سائينءَ جي نانگ مان هو. نامور محقق علي شير قانع ٺٽوي لکي ٿو ته: "هاڻي ان بزرگ جي اولاد مان مخدوم محمد عالم نالي شخص سيد عبداللطيف تارڪ جو خليفو ۽ ان جي فقيرن مان آهي." هن بزرگ جو فرزند مخدوم بايزيد مخدوم نوح جو همعصر هو سندس ڀاءُ پير آسات، سيد ميران محمد جونپوريءَ جو مريد هو جيڪو مڪليءَ جي قبرستان ۾ مدفن آهي. پير آسات جي اولاد مان محمد حسين مشهور بزرگ هو جنهن جي فرزندن مان احمد ۽ محمد ٺٽي ۾ رهائش پذير هئا. احمد، جهان آباد ۾ شاهه غلام محمد صوفيءَ جو مريد هو مخدوم عربي ڏياٿو 980هه/1572ع ۾ وفات ڪري ويو هي بزرگ پراڻن هالن ۾ مدفون آهي.

**ڏيرڻ جاگير** (ديهه): تعلقي موري، ضلعي نوشهري فيروز جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

غريبو ٻهڻ، ڏيرڻ نيندو، دودو ٻهڻ ۽ تارڙو.

**ڏيرڻ شاهه جو قبرستان**: هي سترهين صدي عيسويءَ جو ماڳ آهي، جيڪو نوابشاهه کان نَوَ ڪلوميٽرن جي پنڌ تي ڄام صاحب روڊ تي واقع آهي. هتي ڏيرڻ شاهه جي مزار آهي، جنهن جي مٿان پڪي چوڪنڊي نهيل آهي. وهمي ماڻهو قبرستان ۾ بيٺل پراڻي ڪنڊيءَ جي وڻ جي ٿڙ جي سوراخن مان اهڙن ننڍڙن ٻارن کي ٽپائيندا آهن، جن کي ارڙي، ٻاراٽو، وڏي کنگهه يا مدي جو بخار وغيره جهڙيون بيماريون هونديون آهن. چون ٿا ته اهي ٺيڪ ٿي وڃن ٿا. ڪنڊيءَ جي ٿُڙ جي گولائي اٽڪل ڏهه فوٽ آهي، جنهن جي نهري ٿڙ ۾ زمين جي سطح جي برابر هڪ فوٽ جا ٻه گول قدرتي سوراخ آهن.

**ڏيرو**(ديهه): تعلقي قمبر جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

لشڪر خان ٻڊاڻي، ڪرت چانڊيو عرف شاهه محمد چانڊيو، اميربخش قاسماڻي، جمال خان چانڊيو عبدل جان خاصخيلي، غلام رسول چانڊيو، اڪبر خان ڪوسو، مولوي در محمد چانڊيو، فضل محمد ڪوسو، الهرڪيو ڏيپراڻي، لونگ قاسماڻي، ڏيرو، چانڊيا عرف شيردل ٻڊاڻي ۽ حاجي عمر پنڊاڻي.

**ڏيروءَ جو دڙو**: يونين ڪائونسل غيبي ديري، ضلعي قنبر-شهدادڪوٽ ۾ واقع هيءُ دڙو، قنبر کان 32 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي اولهه- اتر جي ڪنڊ ۾ 8 فوٽن جي اوچائي ۽ ٻن ايڪڙن جي ايراضيءَ تي مشتمل آهي. مقامي روايتن موجب هيءُ ماڳ ميان نور محمد ڪلهوڙي جي دور ۾ ڏيرو مل آباد ڪيو. ڏيرو مل هندن جي آڏواڻي نک مان هو. هن جا وڏا اصل پنجاب جا رهاڪو هئا. ڏيرو مل ديوان گدومل جو عزيز هو. ديوان گدومل، ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جو صلاحڪار هو، جنهن جي نگرانيءَ ۾ حيدراباد (نيرون ڪوٽ) جو ڪچو قلعو ۽ پڪو قلعو نهيو هو. گدو بندر سندس نالي سان اڄ به مشهور آهي. هي ماڳ، انگريزن جي دؤر کان هندن جي ڇڏي وڃڻ سبب ڦٽي ويو. هڪڙي روايت موجب ڏيرو چانڊين جي سردار جو بهادر سپهه سالار هو.

**ڏيناٽي**: هي حملاٽي برفتن جو پاڙو آهي. هي حاجي پٽ اوٺيسان پٽ ڄام حمل بُرفت جو اولاد آهن.



# ڏ

**ڏات جي ڏيهه ۾** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب سنڌ جي نامور شاعر راشد مورائيءَ بابت سنڌ جي اديبن ۽ شاعرن جي ويچارن تي مشتمل آهي، جنهن کي رزاق مستوئيءَ سهيڙيو آهي. هن ڪتاب ۾ راشد مورائيءَ جي فن، فڪر ۽ شخصيت متعلق سنڌ جي ناليوارن اديبن، شاعرن ۽ محققن ۾: استاد بخاري، نواز رڪڻائي، مير محمد پيرزادي، نصير سارنگ ۽ ڊاڪٽر درمحمد پٺاڻ سميت ڪل 23 اديبن ۽ شاعرن جا مضمون شامل آهن. ڪتاب ۾ درج مضمونن ۾ راشد مورائيءَ جي ادبي خدمتن تي خراج پيش ڪيو ويو آهي. ڪتاب جي بيڪ ٽائيٽل تي ناميارِي اديب تاج جويي جون سٽون ۽ راشد مورائيءَ جي تقرير جو ٽڪر ڏنل آهي. چار رنگي ٽائيٽل سان 119 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 80 روپيا آهي. ڪتاب مارئي اڪيڊمي، پٺائي ٽائون، حيدرآباد سال 2001ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.




**ڏات ڏيئا ٻاريا** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب سنڌ جي ناليواري ليکڪ رياضت ٻرڙي سهيڙيو آهي. هن ڪتاب ۾ لاڙڪاڻي سان تعلق رکندڙ چوڏهن شاعرن جي شاعري ۽ سوانح حيات شامل آهي، جن ۾: سعيد ميمڻ، جواد جعفري، مختيار سمون، احسان دانش، روبينا ابڙو، عادل عباسي، فياض لطيف، رضا بخاري، ساجد سنڌي، حبدار سولنگي، رضوان گل، ابرار ابڙو، اقبال ڪوڪر ۽ رياضت ٻرڙو شامل آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ ناليواري دانشور جامي چانڊئي لکيو آهي. ڪتاب جي بيڪ ٽائيٽل تي ليکڪن جون تصويرون ڏنل آهن. هن ڪتاب ۾ شامل سڀني شاعرن جون سوانح عمريون رياضت ٻرڙي جون لکيل آهن. 315 صفحن تي مشتمل، ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 200 روپيا آهي. هن ڪتاب کي ڏاهپ پبليڪيشن قنبر 2010ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.




**ڏاتر ڏنو** (ديھ): تعلقي ڳڙهي خيرو، ضلعي جيڪب آباد جي هڪ ديھ، جنهن ۾ حليم مهيسر نالي هڪ ڳوٺ شامل آهي.

**ڏاتو دستي** (ديھ): تعلقي ميرواهه جي هڪ ديھ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

قنبراڻي ۽ سيد، گل شير جوکيو، ملڪ چنگل، واليڏنو انصاري، شاهنواز شر، غازي خان دستي، ڏاتو دستي، ڪوڙو دستي ۽ فريد سنجراڻي.

**ڏاتو ڪئنال**: هي ڪئنال گهاڙ واهه، لاڙڪاڻي مان نڪري، قنبر، ڪارڙا، شهدادڪوٽ، جانڌهر ۽ بلوچستان جي سرحد تي وڃي ختم ٿيندو هو. هي ڪئنال شهدادڪوٽ جي سخي مرد ۽ زميندار ميان ڏاتو کهاوڙ ڪلهوڙن جي دور ۾ کوٽرايو هو، ان ڪري سندس نالي سان ئي هن تي ڏاتو ڪئنال نالو پيو. هن ڪئنال جي کوٽجڻ ڪري هتان جي وارياسي زمين زراعت جي قابل ٿي ۽ هيءَ علائقو سرسبز ۽ شاداب ٿيو. هن کوٽايل ڪئنال ۾ بيڙيون هلنديون هيون، جنهن سبب واپار کي پڻ هٿي ملي.

**ڏاتو کهاوڙ**: ميان ڏاتو کهاوڙ اصل ڳوٺ جانڌهر، تعلقي شهدادڪوٽ جو ويٺل هو. ڏاتو ميان يار محمد ڪلهوڙي ۽ ميان نور محمد ڪلهوڙي (20-1711ع) جي فوج جو سالار ۽ سندن معتقد هو. کيس چانڊڪي پرڳڻي جي الهندي پاسي جي حفاظت لاءِ مامور ڪيو ويو هو. شهدادڪوٽ جو سمورو علائقو جهل مگسيءَ تائين ۽ ڏکڻ طرف غيبي ديري تائين کيس مليل هئا. هن کي ميان نور محمد پاران 'ميان' جو خطاب ڏنو ويو هو. فقير طبع، رحمدل، سپاهيانه قيادت رکندڙ ۽ وڏو سخي مرد هو. سخاوت سبب چانڊڪا پرڳڻي جو 'حاتم طائي' ڪوٺيو ويندو هو. ميان ڏاتو 1714ع ڌاري هن علائقي ۾ 'ڏاتو ڪئنال' کوٽرايو، ان محنت عيوض شهر جي اوڀر طرف کيس زمين ملي. کيس زراعت سان وڏي دلچسپي هوندي هئي. شهدادڪوٽ ۾ موجود کهاوڙ خاندان 'ڏاتاڻي کهاوڙ' سڏجي ٿو ميان ڏاتي جون ٽي نشانيون اڄ به سندس پونئيرن وٽ موجود آهن، جن ۾ هڪ ڪنجهي جو وڏو وٽو آهي، جنهن جو وزن ٻه ڪلو کان مٿي ٿيندو. ڪنجهي جي ان وٽي لاءِ ويساهه وسوڙل ماڻهن ۾ اعتقاد آهي ته پيٽ جي سور ۽ عورتن جي ويم دوران ان ۾ پاڻي وجهي پيتو وڃي ته شفا ٿئي ٿي. سندس ٻي نشاني جُبو ۽ ٽين نشاني دستار آهي. هن سماج سڌارڪ انسان لاءِ ايچ. ٽي. سورلي ڪتاب: Shah Abdul Latif of Bhit ۾ 168 صفحي تي لکي ٿو ته:

"Near Shahdadpur, there is a pair of large millstones in garden about 4 feet diameter, it is on the bank of Dato canal. So Called from Dato Khahawar a man renowned for his wealth and the canals dug by him".

ميان ڏاتوءَ جي وصيت مطابق کيس ميان يار محمد ڪلهوڙي جي تاريخي قبرستان ۾ دفنايو ويو، جتي هر سال ميلو لڳندو آهي.

**ڏاڏو هوت فقير**: ڏاڏو هوت فقير ذات جو ميمڻ هو، ٽي سؤ ورهيه اڳ هالا جي ڪاڪا محلي ۾ جائو هو. هي ننڍي هوندي کان ئي فقيراڻي ۽ درويشاڻي طبيعت جو مالڪ هو. ڏاڏو هوت فقير حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي عهد جو بزرگ ٿي گذريو آهي. هو ڪورڪوڪم ڪندو هو. هر وقت الله جي عبادت ۾ مشغول هوندو هو. هڪ مشهور روايت آهي ته حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحه جي گهرواري اميد سان هئي، حويليءَ تي خادم کي گهرائي پلو آڻڻ جي طلب ڪئي وئي، تڏهن پلي جي مُند ڪا نه هئي. خادم پلي هٿ ڪرڻ لاءِ مختلف شهرن ڏانهن روانا ٿيا. هڪ خادم هالا ۾ ايندي درويش ڏاڏي هوت فقير وٽ اوطاق تي آيو ۽ پاڻي پي ويٺو. ڏاڏي هوت فقير ڪانئس احوال پڇيو ته هن کيس سموري ڳالهه ٻڌائي. فقير اٿت

واري ڪڏ ۾ هٿ وجهي جيئرو پلو ڪڍي فقير جي حوالي ڪيو ۽ ڪيس روانو ڪيو. هوڏانهن شاهه سائينءَ ان فقير جي پُڇا ڪئي ته ڪيس ٻڌايو ويو ته گهروارن جي حڪم تي پَلو وٺڻ ويو آهي. شاهه لطيف چيو ته: "اِجا صاحبزادو پيدا ڪونه ٿيو آهي جو پلا پيو طلبي، اهڙو اولاد ٿي نه گهرجي جيڪو اهڙين گرمين ۾ اسان جي فقيرن کي تنگ ڪري." چون ٿا ته پوءِ اهو ٻارڙو ماءُ جي پيٽ ۾ سڪي ويو. هوت فقير جو مقبرو هالا ۾ ميمڻ قبرستان لڳ آهي. سندس مزار تي هر طبقي جا ماڻهو حاضري ڀريندا آهن.

**ذات ۽ حيات (ڪتاب)**: سنڌ ۽ هند جي صف اول جي جديد شاعر نارائڻ شيام جي شاعريءَ جو هي ڪتاب، ٻن ڀاڱن ۾، اجنتا پبليڪيشن، اجمير پاران ڇپايو آهي. ٻئي ڀاڱا ڏهن سالن جي وٿيءَ سان، پهريون 1988ع ۾ ۽ ٻيو 1998ع ۾ ڇپايا ويا آهن.

'ذات ۽ حيات' ڀاڱي پهرئين ۾ نارائڻ شيام جا 315 غزل شامل ڪيا ويا آهن، جن جي دور وار هن ريت ورهاست ڪئي وئي آهي.

(1) دور: (1940ع کان 1955ع)، 1 کان 40 غزل
(2) دور (1956ع کان 1969ع)، 41 کان 125 غزل
(3) دور (1970ع کان 1972ع)، 126 کان 193 غزل.
(4) دور (1973ع کان 1982ع)، 194 کان 245 غزل
(5) دور (1983ع کان 1987ع)، 246 کان 315 غزل.

پهرئين ڀاڱي جو مهاڳ، ناميناري عالم ۽ شاعر هرو مل سدارنگاڻي 'خادم' لکيو آهي. هو لکي ٿو ته، "شيام اسان جو پيارو ۽ قرب وارو شاعر آهي. غزل وارو ڀاڱو توهان جي هٿن ۾ آهي، جيڪو احساسن جي شاعري آهي. شبد چتر (Imagism) ان جي جان آهي. شعر پڙهڻ سان اکين آڏو هڪ تصوير اُڀري اچي ٿي ۽ پنهنجو مفهوم محسوس ڪرائي ٿي... هن مجموعي ۾ شيام پارسي وزنن خواه ديسي ڇندن جو چڱو استعمال ڪيو آهي. لڳ ڀڳ چاليهه وزن ۽ سورهن ڇند استعمال ڪيا اٿس." 326 صفحن جي ڊيمي سائيز جي هن جلد جي قيمت هڪ سئو روپيا آهي.

ٻيو ڀاڱو به 'ذات ۽ حيات' جي سري سان، اجنتا پبليڪيشن، اجمير ڇپايو آهي. ٻئي ڀاڱي جو مرتب شاعر ڏولڻ راهي آهي. هن ڀاڱي ۾ غزل کي ڇڏي باقي شعري صنفون: تصويرون (هائيڪو)، دوها، سورٺا، بيت، پنجڪڙا، تنها، قطعا، رباعيون، ترائيل، وايون، نظم ۽ چوڏسي 'روپ مالا' شامل آهن. ڪتاب بابت هري همٿاڻيءَ جي تاثرات کان سواءِ ناميناري شاعر هري دلگير جو تفصيلي مهاڳ شامل آهي.




هري دلگير لکي ٿو ته، شيام کي غزل جو استاد شاعر چئي سگهجي ٿو هن غزل جو ڪئنواس تمام وسيع ڪري ڇڏيو ۽ ٻين شاعرن لاءِ نيون راهون ناهي ويو. پر ان هوندي به مون کي شيام جا دوها ۽ سورٺا وڌيڪ وڻن ٿا... شيام فڪر جو صاحب ۽ فن جو ماهر آهي"




336 صفحن جي ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب (ڀاڱي ٻئي جي قيمت 200 روپيا آهي ۽ اجنتا پبليڪيشن، ڊسمبر 1998ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

'ذات ۽ حيات' جي پهرئين ڀاڱي کي ساڳئي نالي سان، نيو فيلڊس پبليڪيشن، حيدرآباد، سنڌ، 1997ع ۾ ٻيهر ڇپايو ۽ ان جي ڊيمي سائيز جي 315 صفحن تي مشتمل ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي.

**ڏاٽو**: زراعت ۾ ڪم ايندڙ اوزار، جيڪو هارين کي سارين، ڪڻڪ، ٻاجهري، لوسڻ، ڪمند ۽ ٻين فصلن توڙي گاهن لڻڻ وقت ڪم ايندو آهي. هيءَ تمام پراڻو اوزار آهي، جنهن جي مدد سان هارين کي لاباري ۾ ڪافي آساني ٿيندي آهي، ڏاٽو ٻن حصن تي مشتمل هوندو آهي، هن جو هڪ حصو لوهه جو ۽ ٻيو ڪاٺ جو ٿيندو آهي. لوهه واري حصي کي 'ڦر' چون، جنهن ۾ سنها ڏندا ٿين ٿا، جيڪي فصل کي ڪپيندا آهن. ڏاٽي جو ٻيو حصو ڪاٺ جو ٿئي، جنهن ۾ لوهه وارو حصو مضبوطي سان ڦاٻايل هوندو آهي. هن ڪاٺ واري حصي کي 'مُنيو' يا 'هٿيو' چون، جيڪو هٿ ۾ جهلڻ جي ڪم



ايندو آهي. ڏاٽي جو ڦر ائن انچن کان ڏهن انچن تي مشتمل هوندو آهي، جيڪو ٿورو وڪڙ ۾ پهرين تاريخن جي چنڊ وانگر هوندو آهي. لوهار لوهه کي گرم ڪري ڪٽي ڏاٽو تيار ڪندا آهن. سنڌ ۾ ڏاٽي جو استعمال عام جام آهي، جيتوڻيڪ هاڻي مشينون لاباري جو ڪم ڏئي رهيون آهن، جنهن سبب ڏاٽي جو استعمال گهڻي قدر گهٽجي چڪو آهي.

ڏاٽو ڪجهه مڙيل ۽ نئين اپريل چنڊ نما هوندو آهي. ڏاٽي جو ذڪر شاعرن شاعريءَ ۾ به ڪيو آهي. شيخ اياز چيو آهي ته:

سڄو ڏيهه ڏاٽا ڪري جي اُڀا،
لکين عيد جا چنڊ اڀري پون.

**ڏاڄ/ ڏيڄ**: شاديءَ وقت ڪنوار توڙي گهوٽ کي مائٽن پاران گهريلو سامان، زيور، ڪپڙا ۽ ضرورت جو ٻيو سامان ڏنو ويندو آهي، جنهن کي ڏاڄ چيو وڃي ٿو ڏاڄ ڏيڻ سنڌ جي قديم روايت آهي، سرنديءَ وارا ماڻهو پنهنجي ڌيءَ جي پرڻجڻ تي ڪيس گهريلو استعمال جي هر شيءِ ڏيڻ جي ڪوشش



ڪندا آهن ته جيئن شاديءَ ڪانپوءِ ونس استعمال جي هر شيءِ دستياب هجي. جڏهن ته غريب ماڻهو پنهنجي پهچ آهر ڏاج ۾ ڪجهه نه ڪجهه ضرور ڏيندا آهن يا ته وري ڪٿي ڪٿي ڏيندائي ڪو نه آهن. هيءَ روايت سنڌ سميت ڏکڻ ايشيا جي اڪثر ملڪن ۽ دنيا جي مڙني مسلمان ملڪن ۾ نڀائي وڃي ٿي.

اسان جي پياري نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن پنهنجي نياڻي بيبي فاطمة الزهريٰ رض کي هڪ مصلو، ڪجيءَ جي ڪاٻر سان ڀريل وهاڻو، مٽيءَ جو پيالو، جنڊ ۽ ڪجيءَ جي توري ڏاج ۾ ڏني هئي. وقت گذرڻ سان ڪيترين ئي ڳالهين ۾ فرق اچي چڪو آهي. اهڙيءَ ريت هن وقت ڏاج جي رسم خاص طور غريب گهراڻن لاءِ وبال بڻيل آهي. ڏاج ڏيڻ پويان رشتن جي تقدس ۽ سماجي طور نئين وهانءِ ڪندڙ جوڙي کي ٻين ماڻهن سان همسري ڪرائڻ وارو مقصد هوندو آهي، پر ان کي هن وقت ڪن هنڌن تي ملڪيت جي هَوَس لاءِ به استعمال ڪيو وڃي ٿو.

هندستان ۾ خاص ڪري هندو مذهب وارا مهانگي ۽ گهڻي ڏاج ڏيڻ واري رسم مان لاچار آهن. اڪثر ماڻهو ڏيکاءَ لاءِ ڌيئرن کي سون چانديءَ سميت ضرورت جي هر ننڍي وڏي شيءِ توڙي روڪ رقم به ڏيندا آهن. هندو سماج ۾ اڪثر گهوٽيتا، ڪنوارين کي فرمائشون ڪري ڏاج يا ڪٿي روڪ رقم جي به گهُر ڪن ٿا. انهيءَ سان اڪثر غريب ڪنواريتا قرض کڻي مجبوريءَ مان ڏاج ڏيڻ عيوض ڪنگال ٿي وڃن ٿا ته ڪٿي وري اٿهوند سبب ڪيترين نياڻين رشتن جي انتظار ۾ عمر وڃائي ويهن ٿيون. اڄڪلهه مذهبي توڙي سماجي اڳواڻ ڏاج جي انهيءَ قسم جي انداز تي تنقيد ڪن ٿا. اسان جي سماج ۾ به ڏاج ۾ هر قسم جي سامان خريدڻ کي فيشن سمجهيو وڃي ٿو. جيتوڻيڪ اهو سڀ ڏيکاءَ جي زمري ۾ اچي ٿو. شاديون سادگيءَ سان به ٿي سگهن ٿيون.

سنڌ ۾ آڳاٽي دؤر ۾ گهڻي ڏاج ڏيڻ جو رواج ڪو نه هو. اڪثر گهوٽيتا ٻئي مٽا ڪٽندا هئا. مائٽ ڇوڪريءَ کي ذاتي ضرورت جون شيون ڏيندا هئا، جنهن ۾ وڏ ۾ وڏ ست وڳا ڪپڙن جا ۽ ڪو سنهو ٿلهو ڳهه هوندو هو. ان کان سواءِ هڪ بسترو يا هنڌ ۽ ٻه ٽي ٿانو هوندا هئا. پر هندستان ۾ رائج رسمن جي اثر سبب هاڻي ڪنواريتا گهڻو ڏاج ڏيڻ تي مجبور آهن. هيءَ رسم شادي وارن ڏينهن ۾ نڀائي ويندي آهي، جنهن دوران ڏاج جو نماءُ به ڪيو ويندو آهي. گهڻو ڪري نڪاح ڪانپوءِ يا ڪجهه علائقن ۾ لانئن جي رسم کان اڳ ڏاج ڏيکاريو ويندو آهي. ڏاج ڏيکارڻ لاءِ ڳوٺ يا خاندان جي عورت کي مقرر ڪيو ويندو آهي. لاڙ ۾ ڌرجي پاسي ڪنجهي جو وٽو (جيڪي هاڻ اسٽيل جا اچن ٿا)، ڏاج ۾ ڏيڻ ضروري سمجهيو وڃي ٿو ته سنڌيءَ جو پهاڪو آهي ته فلاڻي ماڻهوءَ جي گهر ۾ وٽو به ڪونهي. گهوٽيتا توڙي ڪنواريتا ڪوشش ڪري ڏاج جي ڪپڙن ۾ اهڙا رنگ وٺڻ کان پاسو ڪندا آهن، جيڪي ڏک ۾ پاتا وڃن ٿا.

**ڏاڍو ساريندين (ڪتاب)**: هيءُ ڪتاب سنڌ جي ناليواري مزاحمتي شاعر مرحوم زخمي چانڊيئي جي انقلابي ۽ رومانوي شاعريءَ تي مشتمل آهي. هن ڪتاب ۾ شامل ڪيتري اهڙي شاعري آهي، جيڪا هن جيل ۾ قيد هجڻ دوران ڪئي. ڪتاب جو مهاڳ 'زخميءَ جي شاعريءَ ۾ ڌرتيءَ جو عڪس' جي عنوان سان سنڌ جي ناليواري انقلابي شاعر راشد مورائيءَ لکيو آهي. جڏهن ته ڪتاب ۾ انقلابي شاعر سرڪش سنڌي ۽ نوجوان اديب خالد چانڊيئي جا رايا به شامل آهن. ڪتاب جي بيڪ ٽائيٽل تي نوجوان شاعر اياز گل جو تاثر ڏنل آهي. ڪتاب جو انتساب 'مظلوم ۽ محڪوم قومن جي نانءِ' ڪيل آهي. ڪتاب جي ابتدائي صفحي تي سندس ونيءَ جي تصوير سان گڏ زخمي چانڊيئي جو سوانحي خاڪو ڏنل آهي. هن ڪتاب ۾ غزل، وايون، نظم، گيت، نثري نظم وغيره ڏنل آهن. ڪتاب ۾ شامل شاعري پورهيتن جي جذبن جي ڀرپور عڪاسي ڪري ٿي. 128 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 50 روپيا آهي، جنهن کي ڪنول پبليڪيشن قنبر 2006ع ۾ شايع ڪيو آهي.




**ڏاڏا/ دادا**: تعلقي ضلعي شڪارپور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ دادن شامل آهي.

**ڏاڏاهي، مرتضيٰ شاهه**: ناليوارو شاعر سيد مرتضيٰ ڏاڏاهي ولد سيد امام الله شاهه، 26 نومبر 1939ع تي ٽنڊي الهيار ۾ پيدا ٿيو. هن شاعريءَ جي ابتدا 1953ع کان ڪئي. شاعريءَ ۾ سندس رهنمائي مشهور خان محمد خان غنيءَ ڪئي، جيڪو وقت جو بهترين شاعر ۽ علم عروض جو ڄاڻو هو. مرتضيٰ جي شاعري مختلف ادبي رسالن ۽ اخبارن ۾ وقت به وقت ڇپجندي رهي ٿي. مرتضي ڏاڏاهي ريڊيو ۽ ٽي. ويءَ جو مقبول شاعر آهي. سندس ڪيترو ئي ڪلام سنڌ جي نامور وڏن فنڪارن جهڙوڪ: جلال چانڊيي، سرمد سنڌي ۽ ٻين ريڊيو ۽ ٽي وي تي ڳايو آهي. سندس ڪلام کي پير حسام الدين راشدي، طالب المولىٰ ۽ جي. ايم. سيد کان وٺي عام ماڻهن تائين پسند ڪيو ويو آهي. سيد مرتضيٰ ڏاڏاهي جي شاعريءَ ۾ استعمال ٿيل ٻولي نهايت ئي سليس، ڳوڻاٽي ۽ دل کي وڻندڙ آهي. مرتضيٰ ڏاڏاهيءَ مزاحيه شاعري به ڪئي آهي، جيڪا 1960ع کان 1970ع وارن ڏهاڪن ۾ اخبارن ۾



شايع ٿي. هيءَ صحافت سان بہ وابستہ رهيو آهي. مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ سنڌس افسانا، مضمون، مقالا ۽ ڪالم شايع ٿيل آهن. سنڌس ڇپيل شاعريءَ جي ڪتابن ۾: (1) 'زهرو زهر زهر'، (2) 'تون پارس آءُ لوهہ'، (3) سهڻا سرها گل ۽ (4) مان ذرو تون ماهتاب (2011ع) آهن. کيس ادبي ۽ صحافتي خدمتن عيوض ڪيترائي اوارڊ ۽ سرٽيفڪيٽ ملي چڪا آهن. جن ۾: 'سهڻي ميهار گولڊ ميڊل'، ماهوار 'نئين زندگي گولڊن جوبلي اوارڊ'، 'قلندر شهباز اوارڊ'، سنڌ مائٽڪ موتي تنظيم طرفان بهترين شاعر جو اوارڊ وغيره شامل آهن. 1992ع ۾ ٽنڊي الهيار ۾ سنڌس تاجپوشي ڪري کيس سونو تاج پارايو ويو مرتضيٰ شاهہ ڏاڏاهي ڪيترين ئي ادبي، سماجي ۽ ثقافتي انجمنن ۽ تنظيمن جو سرپرست، صدر ۽ ميمبر رهي چڪو آهي.

**ڏاڏڪي:** تعلقي ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديهہ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڏاڏوڻ، ڪانڌيرو پليجو جوکيا، شادي عالماڻي، نور محمد، حاجي محمد مڱڻهار، حاجي لاکو لاشاري، عطا حسين دودو، جان محمد لاشاري، غلام حسين مڱڻهار، امام ڏنو مهاڻو، فقير محمد ٻٺاڻ، ماڇي ڳوٺ ۽ محمد رحيم سومرو.

**ڏارو:** ڏارو، ڪٽڪ جي ڏريل اَن کي چئبو آهي. جنهن ۾ ڳڙ وجهي ملي يٽ وانگر ٺاهي کائبو آهي. ان کي لاڙ ۽ ٿر وارا 'ڏريو' بہ چوندا آهن. قديم دور ۾ شادين ۾ چانورن سان گڏ 'ڏريو' لازمي طرح کارايو ۽



ورهايو ويندو هو جنهن کي 'ڏرئي جو سيرو' چئبو هو. سنڌيءَ ۾ ڏارو لفظ اڄ بہ استعمال ٿيندو آهي. جيڪو ٻهراڙيءَ ۾ مال کي کارائبو آهي. حليم ۾ گوشت ۽ دالين سان گڏ گهٽي مقدار ۾ ڏارو پڻ استعمال ڪيو ويندو آهي.

**ڏاريڙي:** تعلقي ۽ ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهہ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حيدربخش شر، حاڪم خان جوڻيجو، آچر شر، ڏينو شر، تماچي وساڻ، حبيب ماڇي ۽ محمد عمر شر.

**ڏاڙهون** (Pomegranate): ڏاڙهونءَ جو نباتاتي نالو (Punica Granatum) آهي. ڏاڙهونءَ جي پوک گهڻو ڪري ايران ۽ افغانستان ۾ ٿيندي آهي. هن ميوي جي باري ۾ تاريخدانن جو چوڻ آهي تہ هندوستان ۾ ڏاڙهونءَ جو ٻوٽو آرين جي ذريعي منتقل ٿيو يا وري سياحن معرفت آفريقا پهتو ۽ پوءِ بحريہ روم جي مختلف ملڪن ۾ ان جي پوک شروع ٿي. چين ۽ ڪشمير ۾



ڏاڙهون وڌندڙ ٻوٽن ۾ شمار ٿئي ٿو. ڏاڙهون جي وڻ جي اوچائي وڌ ۾ وڌ 20 فوٽ ۽ ان جي ويڪر ۽ گولائي 3 کان 4 فوٽ ٿيندي آهي. هن رسيلي وڻ ۾ ميوو گهڻو ڪري ڏهن کان ٻارهن سالن کان پوءِ لڳندو آهي. هڪ صحتمند وڻ 40 سالن تائين ميوو ڏيندو آهي. هن ميوي جي پيداوار ٿڌي، سلي آبهوا ۽ سٺي زمين ۾ وڌيڪ سٺي ٿيندي آهي. انساني جسم کي هڪ سؤ گرام ڏاڙهونءَ 65 سيڪڙو توانائي ڏيندو آهي ۽ سؤ گرام ڏاڙهونءَ ۾ ڪيميائي جزن جو تناسب ڪجهہ هن ريت آهي: پروٽين 1.6 سيڪڙو، فولاد 0.3 سيڪڙو، پوٽاشيم 2.4 سيڪڙو، سٽپ 0.1 سيڪڙو، سوڊيم 1.1 سيڪڙو، ڪيلشيم 2.4 سيڪڙو، ميگنيشيم 3.1 سيڪڙو، ڪوپر 60 سيڪڙو، فاسفورس 7.5 سيڪڙو، نشاستو 175 سيڪڙو ۽ ڪلورائيڊز 52.5 سيڪڙو شامل آهي. هن ميوي جي طب ۾ وڏي اهميت آهي. حضرت علي عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو تہ، "ڏاڙهونءَ کي ان جي اندرئين کل سميت ئي کائو جو اها معدي کي نئين حياتي بخشي ٿي." طب ۾ ڏاڙهونءَ جي کل کي دوا طور واپرايو وڃي ٿو. ڏاڙهونءَ جي کل جو سفوف کائڻ سان پيٽ جا ڪيڙا ختم ٿي ويندا آهن. بخار جي حالت ۾ کل سميت ڏاڙهون جو رس کنڊ ۾ ملائي پيئڻ فائديمند هوندو آهي. ڏاڙهون سائيءَ جي مرض، دستن، دل جي بيماريءَ، شگر جي مرض، نڪسير، سرطان، مثاني جي غدودن ۽ ڏندن صاف ڪرڻ جي حوالي سان فائديمند آهي.

قرآن پاڪ ۾ بہ ڏاڙهونءَ جو ذڪر 'زمان' جي نالي سان ٽي ڀيرا آيو آهي. ڏاڙهون جنت جو ميوو آهي. قرآن جي سورة الرحمان جي آيت نمبر 79 ۾ ارشاد آهي تہ: "هيءَ (جنت) اُها جاءِ آهي، جتي هر قسم جا ميوا ڄهڙوڪ: کجور ۽ ڏاڙهون موجود آهن". هن سورة ۾ بار بار اهو سمجهايو ويو آهي تہ

الله تعاليٰ جي بيشمار نعمتن مان توهان ڪهڙين ڪهڙين نعمتن ڪان انڪار ڪندؤ. حديث ۾ آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم فرمايو ته "اهڙو ڪو به ڏاڙهون نه آهي، جنهن ۾ جنت جي ڏاڙهونءَ جو داڻو شامل نه هجي. هي داڻو قسمت وارن جي هٿ اچي ٿو يا انهن ڪي هٿ اچي ٿو. جن ڪي الله سائين ان جي قابل سمجهي ٿو." روايت آهي ته اهو داڻو ڪٿي نه ڪٿي ضرور ڪِري ٿو ۽ ڪري به اهڙيءَ جاءِ تي ٿو جتان ڪڻڻ تي دل نه ٿي چوي. هونئن ته هي قيمتي داڻو ضايع ٿي ويندو آهي. ان ڪري ڏاڙهون هميشه احتياط سان ڪٽڻ ۽ کائڻ گهرجي.

**ڏاڙهيارو جبل:** هيءُ جابلو سلسلو، قنبر جي اولهه ۾، اٽڪل 80 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي واقع کيرٿر جبل ۾ آهي. ڏاڙهيارو، سنڌ ۽ بلوچستان جي سرحدي دنگ لڳ کيرٿر جبل جي چوٽين تي هڪ تفريح گاهه جي حيثيت به رکي ٿو. هيءُ جبل سمنڊ جي سطح کان ڇهه هزار فوٽن کان وڌيڪ بلنديءَ تي واقع آهي. جتي سرديءَ جي موسم ۾ تمام گهٽ سيءُ پوي ٿو ۽ گرميءَ



۾ ٻڙي پد کان به گهٽ يعني کاٽو زيرو ڊگري سينٽي گريڊ تائين پهچي ويندي آهي. جون ۽ جولاءِ وارن مهينن ۾ عام گرمي پد 13 سينٽي گريڊ ۽ وڌ ۾ وڌ 25 سينٽي گريڊ ٿئي ٿو. 1845ع ۾ چارلس نيپيئر هتي آيو هو ۽ هتي ٽن فوٽن جو هڪ سيمينٽ جو هول ٺهرايو هئائين. جنهن کي سنڌ ۽ بلوچستان جي سرحد قرار ڏنو ويو هو. ساڳئي هنڌ 1885ع ۾ مرزا قليچ بيگ به آيو هو. جنهن ڪتي جي قبر کان چند فوٽن جي مفاصلي تي بانس جو لڪڙو هنيو هو. هن علائقي کان 35 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي شهدادڪوٽ گوادر موٽروي به گذري ٿو. هيءُ علائقو، لاڙڪاڻي وايا غيبي ديري رستي سان لاڙڪاڻي کان 100 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي آهي. هتي قدرتي چشمن تي پاڃيون به ٿين ٿيون. 1988ع ۾ شهيد بينظير ڀٽو پنهنجي حڪومتي دؤر ۾ هن تفريح گاهه کي وڌيڪ خوبصورت بنائڻ جا منصوبا رٿيا هئا، پر پوءِ اها اسڪير گورک هل اسٽيشن ڏانهن منتقل ٿي وئي. جيڪا هن جبل کان هڪ هزار فوٽ گهٽ بلنديءَ تي واقع آهي. هن جبل کي 'دارهاهه' به سڏين. هن جي اولهائين پڪ تي هڪ وڏو پهاڙي پٿر پيل آهي، جنهن تي ڪيترن ئي نامور شخصيتن جا نالا لکيل آهن. جن مان ڪافي ڊهي ويا آهن. انهن مان ڪي هي آهن:

(1) W.H. Bolton 1862, (2) George Hederson 1961, (3) W. H. Lucas 1910, (4) Lucas A. C. Waston E. H, (5) Waloch-Daries H. W. R.

مرزا قليچ بيگ جو نالو به هن پٿر تي لکيل آهي. جنهن 1885ع ۾ هن جبل جو سير ڪيو هو. سنڌ جي پنجين ڪمشنر مسٽر ايس. مينسفيلڊ جي 1861ع ۾ هتي آمد بابت خداداد خان 'لب تاريخ سنڌ' ۾ لکي ٿو ته: "مينسفيلڊ پورا پنج مهينا ڏاڙهياري جبل تي رهيو هو." هن لکيو آهي ته ڏاڙهيارو جبل تمام وڏو جبل آهي. جڻ آسمان سان ڳالهيون ڪري رهيو آهي. نهايت خشڪ ۽ سرد آهي. هتي اڪثر برسات پوندي آهي. ۽ ڪڏهن ڪڏهن برف به ڄمندي آهي. جبل جي اوسي پاسي ڪيترائي قبيلا رهن ٿا. جن ۾ ڇتا برادريءَ جا سنڌي به شامل آهن. هن جبل تي جهنگلي ميون ۾ توت، انجير ۽ لوهري گهڻي مقدار ۾ ٿين ٿا. سندن ذائقو خراسان ۽ بلتستان جي ميون جهڙو آهي. کهيءَ جا وڻ به هتي جام ٿين ٿا. جن کي هتان جا ماڻهو 'ٻارڻ' طور استعمال ڪندا آهن. پري کان هن جبل کي ڏسبو ته هن جبل جو هڪ حصو ڏاڙهيءَ جيان لڳندو. ان لاءِ ڪن محققن جي راءِ آهي ته ان سبب ڪري ئي هن جبل تي 'ڏاڙهيارو' نالو پيو آهي. ڪي چون ٿا ته هن تي اهو نالو ڏاڙهياري ڇتي جي نالي تان پيو.

ڏاڙهياري جبل وٽ کيرٿر جبل جي ڪرنگهي تائين پهچڻ لاءِ اُٺ جي سواري گهربل هوندي آهي. ڏاڙهياري جا ماڻهو اُنن ۽ گڏهن سان نئين شوهار جي وات وٺي، شاهه گودڙيي يا وري نئين سيتا جي وات ڏئي، وارهه يا غيبي ديري ايندا آهن. ڏاڙهياري کان ڪُتي جي قبر تائين 900 ڪن فوٽ اوچي چوٽي پيرين پنڌ چڙهڻي پوندي آهي. ڏاڙهياري جي چوٽيءَ تي ڪي قدرتي ميدان آهن. جن تي پوڪ به ٿئي ٿي. انهن مان هڪ ميدان ڪافي وڏو آهي، جنهن تي جهازن جو اڏو ٺاهي سگهجي ٿو. ڏاڙهياري جي اوير ۽ ڏکڻ کان سيتا، مزاراڻي ۽ شوهار نئيون نڪرن ٿيون.

**ڏاڙهياريءَ جو مقام:** هيءُ سومرن جي دؤر سان تعلق رکندڙ قديم قبرستان آهي، جيڪو قنبر جي اولهه ۾ اٽڪل 81 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي کيرٿر جي سلسلي ۾، ڏاڙهياري جبل تي واقع آهي. هن قبرستان ۾ اڪثر ڇتي قبيلي جا ماڻهو مدفون آهن. ڏاڙهيارو خان ڇتن جي قبيلي جو نيڪ مرد هو. جيڪو پنهنجي خاندان سان گڏ هن مقام واري جاءِ تي اچي آباد ٿيو هو. هي مقام تاريخي حوالي سان خاص اهميت رکي ٿو. هتي موجود قبرن کي لوڙها پڻ ڏنل آهن.

**ڏاس:** سنڌ ۾ ٻڪرين جي وارن کي ڏاس چوندا آهن. اونهاري جي موسم ۾ ڏنار ٻڪرين مان ڏاس لاهيندا آهن. جنهن کي سٽي انهن جا گول وٽا ٺاهي،



ڪَتي، انهن مان ٻوريون، ٻورا، جالنگ، ڪرڙ، خرزينون، جيرويُون، رسا، ڪتن جو واڻ، پلاٽن، پاڪڙن، هَنن جا ترنگ ۽ گهريلو استعمال جون ٻيون شيون ٺاهيندا آهن. ڏاس مان اُٽيل/ ٺاهيل شيون مضبوط ٿين ٿيون. هي شيون سنڌ جي ٿر ۽ ڪوهستان وارن علائقن ۾ اڄ تائين گهڻيون ٺاهيون وينديون آهن. ڪتيل ڏاس وڪڻي ان مان ٿري ۽ ڪوهستاني ماڻهو وڏي تعداد ۾ پنهنجو روزگار ڪمائيندا آهن.

**ڏاسواڻي (ذات):** ڏاسواڻي نک وارا 'جيوڻ' بہ سڏبا آهن. هي خدا آبادي پائيبند هئا، جيڪي ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ خداآباد ۾ وڏي پيماني تي وڻج واپار ڪندا هئا.

**ڏاسواڻي، چندر:** سنڌ هند جو نالي وارو تعليمدان ۽ لسانيات جو ماهر پروفيسر ڊاڪٽر چندر جي. ڏاسواڻي، مئي 1936ع ۾ حيدرآباد، سنڌ ۾ ڄائو. هن هاءِ اسڪولي تعليم، حيدرآباد جي PNV هاءِ اسڪول مان ڪئي ۽ ورهاڱي کان پوءِ ديرادون جي سينٽ ٿامس هاءِ اسڪول مان مڪمل ڪئي. چندر ڏاسواڻي، بي. اي ۽ ايم. اي، انگريزي ادب ۾ ڪئي ۽ برٽش ڪائونسل اسڪالرشپ حاصل ڪري، 1963ع ۾ ايڊنبرو يونيورسٽيءَ ۾ Applied linguistics پڙهڻ ويو ۽ لسانيات ۾ ايم. اي ڪيائين. ان بعد فورڊ فائونڊيشن فيلوشپ حاصل ڪري، 1966ع ۾ لسانيات جي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ڪارنيل يونيورسٽي، آمريڪا ويو جتان پي. ايڇ. ڊي (لسانيات) ڪيائين.



پروفيسر چندر ڏاسواڻي، دهلي يونيورسٽي، جواهر لعل نهرو يونيورسٽيءَ ۽ پونا يونيورسٽيءَ ۾ انگريزي ۽ لسانيات پڙهائيندو رهيو آهي. جواهر لعل نهرو يونيورسٽي ۽ پونا يونيورسٽيءَ ۾ 20 سالن تائين هيڊ آف ڊپارٽمينٽ رهيو آهي. نون (9) سالن تائين NCERT نئين دهليءَ ۾ نان فارمل ايڊيوڪيشن ڊپارٽمينٽ جو پروفيسر ۽ هيڊ رهيو آهي. جتان هن 31 مئي 1996ع تي رٽائرمينٽ حاصل ڪئي. هن وقت ڊاڪٽر چندر ڏاسواڻي، دهليءَ ۾ يونيسڪو جونئين ڪنسلٽنٽ آهي. هن لسانيات، سماجي لسانيات ۽ Applied Linguistics جي مختلف پهلوئن تي تحقيق ڪئي آهي. پروفيسر ڏاسواڻيءَ جي سنڌي ٻوليءَ تي ڪوجنا هند ۽ هند کان ٻاهر مڃتا ماڻي چڪي آهي، هن جا 20 ڪتاب ۽ 100 کان مٿي تحقيقي مقالا ڇپجي چڪا آهن. پروفيسر ڊاڪٽر ڏاسواڻي هند سرڪار جي 'سنڌي ائڊوائيزري بورڊ' جو ميمبر رهيو آهي. ساهتيہ اڪادميءَ جي 'سنڌي صلاحڪار ڪميٽيءَ' جو بہ ميمبر رهيو آهي. ڊاڪٽر چندر ڏاسواڻي، ڊاڪٽر سندري پرچاڻيءَ سان گڏ هڪ 'ڪيس اسٽڊي' تيار ڪري ڪتاب لکيو آهي: Socio- Linguistic Survey of Indian Sindhi، جنهن موضوع کان متاثر ٿي، سنڌ جي اديب ڊاڪٽر محمد قاسم ٻگهئي، سماجي لسانيات ۾ 'هالا ۽ حيدرآباد جي لهجي' تي پي. ايڇ. ڊي ڪئي آهي. پروفيسر ڏاسواڻي، ڀارتي سرڪار جي اداري نيشنل ڪائونسل فار دي پروموشن آف انڊين لئنگئيجز جو ميمبر رهيو آهي. سندس تحقيق جو محور سماجي لسانيات، ٻالغن جي تعليم ۽ نان فارمل ايجوڪيشن رهيو آهي. ڊاڪٽر صاحب جون اهم تصنيفون هيٺيون آهن:

(1) Languages of India (1972)

(2) Movement for the recognition of Sindhi and the choice of a script of Sinthi (1981)

(3) A Socio Linguistic Survey of Indian Sindhi (Delhi Case Study: 1985),

(4) Socio Linguistic Survey of Indian Sindhi (Book written by C J Daswani & Sundri Parchani)

(5) Status of Sindhi in Multilingual India (Lectures published and delivered by Sindih Academy, Delhi (1996).

ڊاڪٽر ڏاسواڻي، ڊسمبر 2004ع ۾ ڀارتي سنڌي اديبن ۽ عالمن جي وفد سان گڏ ٽن ڏينهن جي شاهه سچل ۽ سامي انٽرنيشنل امن ڪانفرنس ڪراچيءَ ۾ شرڪت لاءِ ڪراچيءَ پهتو هو. ان کان سواءِ هن 2008ع ۾ انٽرنيشنل قليچ ڪانفرنس، سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري ۾ بہ شرڪت ڪئي هئي. ان دوران 11 نومبر 2009ع تي سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد پاران سڏايل 'ڀارت ۾ سنڌي ٻولي ۽ ادب جي صورتحال' عنوان واري مذاڪري ۾ بہ شرڪت ڪئي هئائين.

**ڏاڪ ڇُمي راند:** هي راند جو هڪ قسم آهي. هيءَ راند گهڻو ڪري جهنگ ۾ ڏنار ڪيڏندا آهن. جڏهن مال ڪي ڀهرائڻ/ چارڻ لاءِ اٿيندا آهن ۽ مال پاڻي پي هڪ هنڌ ٿي ويهندو آهي. تيسين ڏنار راند روند ڪري وٺندا آهن. هيءَ راند رڇائڻ لاءِ مال چاريندڙ ڏنار هڪ ڏڪر ڪان ڪجهہ ننڍي ڪاٺي ڪٽيندا آهن، جنهن کي ڏاڪ چوندا آهن. پوءِ هڪ ننڍو گول ليڪو ڪڍي، ان ۾ ڏاڪ ڪندا، پوءِ انهن چوڪرن مان هڪ آڳ ڏيندو ۽ ٻيو انهيءَ پڙ ۾ ٻيهي ڏاڪ کي ڇُمي، ٽنگ جي هيٺان وٺي زور سان اڇليندو، پوءِ ڏيٽي جيترو پري وڃي، جڏهن ڏاڪ اڇلبو آهي تہ ٻيا سڀ ڊوڙي وڻن تي چڙهندا آهن. ڏاڪ اڇلڻ کان اڳ وڻ تي چڙهڻ ڪار نہ آهي ۽ آڳ ڏيڻ وارو تڪو ڊوڙي ڏاڪ ڪڻي اچي پڙ ۾ رکندو ۽ پوءِ ٻين کي هٿ لائي ڪاپائڻ (هارائڻ) جي ڪوشش ڪندو جي ڪنهن کي ڪاپائي وڌائين تہ اهو آڳ ڏيندو. پرجي ڪنهن کي وجهہ لڳي ويو تہ ڏار يا ٽاريءَ تان ٽپ ڏئي اچي پڙ مان ڏاڪ کڻي ڇُمندو جي ڏاڪ ڇُمجي پئي تہ آڳ ڏيڻ واري تي ٽِڪي چڙهي.

**ڏاڪ چُوبَ:** هي ٻاراڻي راند جو هڪ قسم آهي، جنهن ۾ هڪڙو ٻار ڪٻڙ جي وڻ مان راند ۾ شامل ٻارن جي تعداد جي مناسبت سان ننڍيون ننڍيون ڪاٺيون پٽي، گڏ ڪري، انهن ڪاٺين مان هڪ ڪاٺي اڌ مان پڃندو ۽ پوءِ سموريون ڪاٺيون، هڪ ٻار هٿ ۾ اهڙي طريقي سان جهليندو، جيئن مٿيون حصو ظاهر ۽ هيٺيون حصو ڍڪيل رهي ۽ پڃگل ڪاٺي اصل نہ ڏسجي، پوءِ آڳيل ٻيل چوندڙ ٻار واري واري سان مٿان ڪاٺيون چڪي ڪڍندا ويندا آهن. جنهن بہ ٻار جي حصي ۾ يعني هٿ ۾ پڃگل ڪاٺي آئي، سو ٻين ٻارن کي پڪڙڻ جو ذميوار هوندو يعني ان کي وارو/آڳ ملندي. جڏهن پڃگل ڪاٺي ڪنهن ٻار کي هٿ ۾ آئي تہ سمورا ٻار وڏي آواز ۾ چوندا 'منڊي ڪاٺي، منڊي ڪاٺي' ۽ خوش ٿيندا تہ اسين ان کان بچي وياسين. ان عمل کانپوءِ ڪٻڙ مان هڪ ٿلهي ٻانهن جيتري ڪاٺي يعني

ڏاڪو ٿاهي، پنهنجي ٻنهي ٽنگن جي وچ مان ٽپائي زور سان پري اڇلائيندو آهي ۽ ذميوار ٻارُ ٻوڙي اها ڪائي ڪٽي اچي، هڪ هنڌ وڻ هيٺان رکندو. سمورا ٻارَ ڪٻڙ جي وڻ تي چڙهي ويندا ۽ ٻار وري ڪانئس ٻچندي اچي رکيل ڏاڪي کي هٿ ۾ ڪٽي چُمي ڏيندا آهن. جيڪڏهن ڪو ٻار ڏاڪو چمڻ کان پهريان ئي پڪڙجي پيو، سو وري ٻين ٻارن کي پڪڙڻ جو ذميوار ٿيندو ۽ آڳ ان کي ملندي. هي به ڏاڪ چُمي وانگر هڪ راند آهي، جيڪا مختلف علائقن ۾ مختلف نمونن سان کيڏي ويجي ٿي.

**ڏاگري**: هيءَ هڪ ذات آهي. ڏاگريءَ جي لفظي معنيٰ ’شڪاري‘ آهي. هن ذات وارن جي اڪثريت ٿر ۾ رهائش پذير آهي. هنن جو تعلق هندو ڌرم سان آهي. هي شڪاري به سڏجن ٿا.

**ڏاگهه**: ڪاٺين جي هڪ وڏي ٻاهه ٻاري، ان ۾ پاڻ ساڙڻ جو عمل. اهڙو عمل، جنهن ۾ ٻاهه جو وڏو مچ ٻاري، ڪنهن انسان کي ساڙڻ. اڳئين زماني ۾ ڪجهه مجرم سزا ڏيڻ لاءِ ڪاٺين جو ڏاگهه ٺاهيندا هئا، جنهن تي مجرم کي ڏاگهه چاڙهيو ويندو هو موملِ به ڏاگهه چڙهي هئي. شاهه لطيف به پنهنجي شاعريءَ ۾ ڏاگهه جو ذڪر ڪيو آهي:

آءِ اوراهين سپرين، ڏکي مَ ڏاگهه،
مونکي ڏئي واگهه، اَري وئين عشق جي.

**ڏاگهڪي**: تعلقي ٽنڊي الهيار جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حاجي لڪا ڏنو ڪوري، اسماعيل ڪوري، هيرا سنگهه ۽ صادق ميمڻ.

**ڏالهو**: تعلقي روهڙيءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

گول علي واهڻ، پٽيا ۽ شيخن جو ڳوٺ.

**ڏانداري**: ڏانداري هڪ قسم ڪاٺ يا لوهه جو لوهي اوزار ٿيندو آهي، جيڪو زرعي مقصدن لاءِ ڪتب ايندو آهي. هن ۾ ڇهه ست فوٽ ڊگهو ۽ لسو ڪاٺ جو ڳن وڌل هوندو آهي، جنهن جو هڪ پيڙو ٻه فوٽ ڊگهيءَ پٽيءَ سان ڳنڍيل هوندو آهي. ان پٽيءَ ۾ هڪ کان ڏيڍ فوٽ جا، ڪاٺ يا لوهه جا آنگها جڙيل هوندا آهن، جيڪي ٽن چئن انچن جي وٿيءَ تي ٺهندا آهن. پٽيءَ



پنجن کان اٺ ڪل لڳايا ويندا آهن. ڏانداري کيڙيل زمين جي ٻنن ٺاهڻ ۽ ٻنيءَ مان ڪچري ميڙڻ، ٻُهَ وغيره جي ’ڏڙ‘ ٺاهڻ جي ڪم ايندي آهي. ان ڪانسواءِ هاري ڏانداري ڳاهه دوران سنگن ميڙڻ لاءِ به استعمال ڪندا آهن.

**ڏاندن جي ڳوءِ** (راند): ڳوءِ سنڌ جي تمام پراڻي ۽ مشهور راند آهي، جنهن ۾ ڏاندن جي ڳوءِ تي لکين رپين جون شرطون رکيون وينديون آهن. ڳوءِ جي لغوي معنيٰ آهي شرط، بازي، ڏاندن ۽ گهوڙن جي ڊوڙ وغيره. سنڌيءَ ۾ ڳوءِ جا ڪيترائي اصطلاح مشهور آهن. جن ۾ ’ڳوءِ ڪٽي وڃڻ‘ ’ڳوءِ مارڻ‘، ’ڳوءِ پڄائڻ‘، ’ڳوءِ هارائڻ‘ وغيره اچي وڃن ٿا. ڳوءِ لفظ لطيف سائين به استعمال ڪيو آهي:

چڙهي ويئين ڳاڏيءَ تي گرجي چڙهي ڳوءِ.



ڳوءِ پڄائڻ واري کي ’ڳوٺر‘ چوندا آهن. ڳوٺر ڏاندن جي ڳوءِ لاءِ ڏاندن جي خاص قسم جي پالنا ڪندا آهن. ڏاندن کي کير، مکڻ ۽ بادامن کان وٺندي ٻيو به ڪيترو مهانگو چارو ڏيندا آهن. ڏاند جڏهن تيار ٿئي ته ڳوٺر ان ڏاند کي ڳوءِ لاءِ ميدان تي لاهيندا آهن. ڳوءِ پڄائڻ لاءِ ٻه ٻه ڏاند پاڃارين ۾ بند ڪندا آهن ۽ پوءِ ڳوٺر ڏاندن پنهنجا مقابلي واري ڌنگ ڏانهن ڏاندن کي پڄائيندو آهي. ڳوءِ پڄائڻ وقت ڏاندن تي ڇهبڪن جو وسڪارو لاتو ويندو آهي ۽ ڪاٺ يا لوهه جي ٻلين ذريعي ڏاندن جي پڇن کي ايذاءُ ڏيندا آهن ته جيئن ڏاند ڳوءِ ڪٽن. ان دوران ڳوٺر ڏاندن جي ٻلين سان ايترو ته پيچ پٽيندا آهن، جو ڏاند جو پيچ رتو رت ٿي ويندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن ڳوٺر ڏاند جو پيچ وات ۾ وجهي ڏندن سان زور وارو چڪ هڻندا آهن ته جيئن ڏاند تيز ڀڄي. ڏاندن جي ڊوڙ جي هن قسم جو مقابلو سنڌ ۾ سرڪاري سطح تي به ڪرايو ويندو آهي. هيءَ راند سنڌ جي ثقافتي راندين ۾ شمار ڪئي ويندي آهي. ڏاندن جي ڳوءِ ۾ هزارين ماڻهو شريڪ ٿين ٿا ۽ راند دوران شرطون رکن ٿا. مقابلي واري ڏاند کي گهوٽ وانگيان سينگاريو ويندو آهي. ڳوٺر پنهنجي ڏاندن تي مختلف قسمن جا نالا به رکندا آهن. جهڙوڪ: جن ۾ چيتو، مور، ڪڪڙي، پکي، نوڙ، جهري، هرڻو، ريڻو، منڊم، ڦاڙهي، لنڊي وغيره. هيءَ راند سنڌ ۾ اڄ به نهايت شوق سان ڪرائي ويندي آهي. البته وقت گذرڻ سان هن راند ۾ ٻين راندن جيان گهڻتائي ضرور آئي آهي.

**ڏانو ڏانڊل**: ڏانو ڏانڊل، تعلقي ننگرپارڪر، ضلعي ٿرپارڪر جو هڪ آڳاٽو شهر آهي، جيڪو اسلام ڪوٽ کان 40 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي، ننگرپارڪر روڊ تي واقع آهي. هن کي يونين ڪائونسل جو درجو مليل آهي. ٽن هزارن جي لڳ ڀڳ آباديءَ واري هن شهر ۾ يونين ڪائونسل آفيس،

مڊل اسڪول، پوليس ٿاڻو، ٽپال گهر، ڇوڪرين ۽ ڇوڪرن جا پرائمري اسڪول، ڪرڪيٽ گرائونڊ آهن. هن شهر جا اصلوڪا وارث راجپوت (ڏانڌل ٽڪر) سڏجن ٿا. پر هن وقت ميگهواڙ، لوهاڻا، خاصخيلي، گرڙا، پيل، ڪولهي ۽ ٻيون ذاتيون به هتي آباد آهن. سيٺ گرڌاري لال هتان جو سخي شخص آهي، جنهن وٽ وسڪاري ۾ مسافر اچي ٽڪندا آهن.



**ڏانورو:** تعلقي شهداد ڪوٽ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سلطان ڦلپوٽو، لطو ڦلپوٽو، عمر ڦلپوٽو ۽ آدم ڦلپوٽو.

**ڏانوريءَ جا بزرگ:** تعلقي خيرپورميرس جي جيلاني پيرن جو وڏو سيد نبي شاهه (اول) اُچ کان ٿيندو سنڌ ۾ آيو هو ۽ ڏانوري ڳوٺ ۾ موجوده درگاهه واري جڳهه تي اچي ويٺو. اهو ڪلهوڙن جو آخري زمانو هو. سيد نبي شاهه پنهنجي وقت جو وڏو ولي ۽ معرفت جو صاحب ٿي گذريو آهي. هن جي وفات کانپوءِ سندس فرزند احمد شاهه به پنهنجن وڏن وانگر فيض جو صاحب ٿي گذريو آهي. کيس چار فرزند هئا. سيد احمد شاهه جي وفات کانپوءِ سندس پٽ نبي شاهه (ثاني) ڏانوريءَ جي درگاهه جو سجاده نشين ٿيو. جنهن جي پائرن مان ابراهيم شاهه، پني عاقل ڏانهن هليو ويو ۽ بنا اولاد وفات ڪيائين. سندس مزار پراڻي پني عاقل ۾ مريدن ۽ عقيدتمندن جو مرڪز آهي ۽ خدا بخش شاهه ناري تعلقي ۾ وڃي نئين درگاهه قائم ڪئي. جتي دفن ٿي وٽ سندس مزار آهي. خدا بخش شاهه کي هڪ پٽ ڄائو، جنهن جو نالو مصري شاهه رکيو ويو هو. سيد مصري شاهه کي سيد سچل شاهه ۽ سيد ارباب شاهه نالي ٻه فرزند هئا. مصري شاهه جي مزار ڳوٺ دهل واري ۾ آهي، جتي هر سال رجب مهيني جي پهرين تاريخ تي ميلو لڳندو آهي. احمد شاهه جي پٽ ۽ نبي شاهه (ثانيءَ) جي ڀاءُ سيد اميد علي شاهه کي پنج فرزند هئا، جن مان سندس ٽيون فرزند سيد عبدالستار شاهه پنهنجي والد جي مسند تي ويٺو. عبدالستار شاهه کي اميد علي شاهه (ثاني) ۽ ابراهيم شاهه نالي ٻه فرزند ٿيا. سندس وفات بعد اميد علي شاهه (ثاني) جو فرزند گنبل شاهه گادي نشين ٿيو. گنبل شاهه هر دلعزيز شخص ۽ فيض وارو فقير ٿي گذريو آهي. هو پنهنجو ڳوٺ ڏانورو ڇڏي ناري تعلقي ۾ مريدن وٽ وڃي رهيو. اٽڪل سٺ سالن جي عمر ۾ ڳوٺ ٽنڊي شاهه تعلقي ڪوٽڏيجيءَ ۾ آيو ۽ اتي وفات ڪيائين. سندس مزار تي هڪ عاليشان مقبرو ٺهرايو ويو.

مير امير علي شاهه اول جي فرزند سيد غلام نبي شاهه کي ٽي فرزند ٿيا، جن مان پريل شاهه فيض ۽ هدايت جو سلسلو قائم ڪيو. سيد احمد شاهه (اول) جي وڏي فرزند ۽ سجاده نشين سيد نبي شاهه ثانيءَ کي ٽي نينگر ٿيا، جن مان سيد حسين شاهه درگاهه جو گادي نشين بڻيو. سيد حسين شاهه جو ننڍو ڀاءُ علي بخش شاهه پائرن سان ڪنهن نا اتفاقيءَ سبب ناري هليو ويو ۽ باقي زندگي پنهنجي مريدن وٽ گذاريائين. آخرڪار وفات کان ٿورو اڳ ڪوٽڏيجيءَ کان ٽن ميلن جي مفاصلي تي قناصرن جي ڳوٺ ۾ اچي رهيو ۽ اتي وفات ڪيائين. سندس فرزندن حسين شاهه ۽ مورل شاهه سندس مزار تي هڪ عاليشان مقرو ٺهرايو، جتي هر سال ربيع الثاني مهيني ۾ وڏو ميلو لڳندو آهي. نبي شاهه (ثاني) جو جانشين سيد حسين شاهه پنهنجي وقت جو ڪامل درويش ٿي گذريو آهي، جيڪو عقيدتمندن کي ترجمي سان قرآن مجيد پڙهائيندو ۽ نيڪ عمل ڪرڻ جي تلقين ڪندو هو. کيس پنج پٽ هئا. سندس وصال کانپوءِ وڏو پٽ علي محمد شاهه گادي نشين ٿيو. هو انباهه ۾ وڃي سيد فيض محمد شاهه جو مريد ٿيو. ڪيترو وقت بيخوديءَ جي حالت ۾ رهيو. اعليٰ درجي جو شاعر به هو. مريد کيس 'علي سائين' جي نالي سان ياد ڪندا آهن. فقير هدايت علي 'تارڪ' نجفيءَ جو گهاٽو دوست هوندو هو. سيد علي محمد شاهه 19 ربيع الاول 1345هه/1926ع تي وفات ڪئي. سندس درگاهه تي هر سال ٽي ڏينهن ميلو لڳندو آهي. علي محمد شاهه کانپوءِ سندس اڪيلو فرزند سيد ولي محمد شاهه مسند نشين ٿيو.

**ڏانوڻ ڏائڻ:** هيءَ سنڌ جي خاص ثقافتي ۽ قديم رسم آهي، جيڪا شاديءَ تي لانئن لهڻ وقت، گهوٽ جون ساليون سرانجام ڏينديون آهن. هي ساٽ سنڌ جي مختلف علائقن ۾ مختلف وقتن تي ڪيو وڃي ٿو. ڏانوڻ مختلف هنڌن تي مختلف ڌاڳن ۽ رنگن سان ٺاهيا ويندا آهن. عموماً ڏانوڻ ڪچي سُٽ جي ڌاڳي مان ٺاهيو ويندو آهي. ڪن هنڌن تي اوبري تي سٽ ويڙهيل ٿئي ٿو. ڏانوڻ جو ڌاڳو گهوٽ جي پير جي آڱوٺي ۾ ٻڌي ۽ ٻيو ڇيڙو سندس ڇيچ ۾ ويڙهيو ويندو آهي، جنهن کي گهوٽ سٽ ڏيئي ڇنندو آهي. ڪن هنڌن تي اهو گهوٽ جي ڳچيءَ ۾ به پارايو وڃي ٿو. ان دوران هوشيار گهوٽ ڇيچ ۾ ٻڌل ڌاڳو مٿي سٽ ڏئي ٽوڙيندو آهي ۽ ڪن هنڌن تي رواج موجب ڳچيءَ ۾ پيل ڌاڳي کي ڳچيءَ ۾ پوڻ کان اڳ ئي ڇيچ سان ڇني ڇڏيندو آهي.اهي سمورا ساٽ سنئوڻ قرب پيدا ڪرڻ لاءِ ڪيا ويندا آهن. سنڌ ۾ هر هنڌ ڏانوڻ ڏائڻ جو اجورو گهوٽ پنهنجي پهچ آهر سالي (ڪنوار جي ڀيڻ) کي ڏيندو آهي. اڪثر گهوٽ پنهنجي ڇيچ هيٺ نه ڪندا آهن ۽ ساليون ويچاريون پيون ڇيچ تي هٿ پهچائڻ لاءِ ٽپ ڏينديون آهن ۽ مٿانهان هنڌ ڳولينديون آهن. گهوٽ جي هڪ ئي سٽ سان اهو ڌاڳو نه ڇني سگهي ته پوءِ مٿانئس چٽرون ڪنديون آهن ۽ کيس بي همت چئي ٽوڪينديون آهن. سنڌ ۾ ڳيچن ۽ گيتن ۾ به 'ڏانوڻ ڏائڻ' جي ساٽ جو ذڪر عام جام ٿيل آهي. نامور محقق ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ڏانوڻ ڏائڻ جي رسم جو تفصيلي ذڪر ڪتاب 'رسمون، رواج ۽ ساٽ سنئوڻ' ۾ ڪيو آهي.

لاڙ جي هنڌن ۾ ڏانوڻ ڏائڻ جي رسم هن طرح ادا ڪئي ويندي آهي ته گهوٽ جڏهن ساهراڻي گهر پهريون پيرو ويندو آهي ته ڪنوار جي ماءُ، چاچي يا ٻي ڪا سهاڳڻ عورت، سُٽ جا ڌاڳا ۽ ناريل، انب ۽ ڳڙ وارو ٿالهه، جنهن ۾ گيهه جو ڏيئو ٻاريل هوندو آهي، ڪاٺ جو هيڊي رنگ جو ڊاٻلو، ڪچو سٽ اوبري تي ويڙهيل، جهيرڻو، ڏهي (ڏونئرو)، گلال، ڪنڪو،

روپيي جو سِڪو وغيره ڪٽي ايندي آهي. سس يا ٻي ڪنهن ڏانوڻ ڏائڻ لاءِ ايندڙ عورت سان گڏ پاڙي جون ۽ عزيز عورتون به گڏ هونديون آهن. ان دوران گهوٽ گهر جي دروازي تي ڪوڙيل توروڻ سان گڏ لاڳيتو اتر طرف مُنهن ڪري ويهندو آهي ۽ سس وري توروڻ جي ڀَئي پاسي ڏکڻ ڏي منهن ڪري ويهندي آهي. برهمڻ منتر پڙهندو ويندو آهي ۽ ٻيون زالون پرسان ٻيهي ڳيچ ڳائينديون آهن. گهوٽ پنهنجي ساڄي هٿ ۾ رومال جهلي منهن تي رکي ساڄو پير جتي مان ٻاهر ڪڍي ويهندو آهي، ان مهل سس ڪاٺ جو نهيل اوبرو ڪٽي سُٽ جو هڪ چيڙو گهوٽ جي هٿ ۾ ڏيندي آهي ۽ هٿ جي چيچ ڪولي سس ڏاڳي جو وراڪو ڏيئي گهوٽ جي پير جي آڱوٺي مان ورائي چيچ ۾ ورائيندي آهي. اهڙيءَ ريت پنج وراڪا ڏيندي آهي. ڏانوڻ ڏائڻ بعد برهمڻ منتر وغيره پڙهي، پوءِ اهو ڏانوڻ وارو ڏاڳو گهوٽ جي پير جي آڱوٺي ۽ چيچ مان ڪڍي ٻيٺو ڪري سس جي ڳچيءَ ۾ وجهندو آهي. ڏانوڻ جو ساٿ به سنڌ جي قديم سائنسٽي سنئوٽڻ مان هڪ آهي، جيڪو عام طور نيايو وڃي ٿو.

**ڏانوڻ وِڌڻ:** هن قسم جي رسم ٻارن لاءِ پڻ ادا ڪئي ويندي آهي، جنهن کي وري 'ڏانوڻ وِڌڻ' چوندا آهن. هن رسم موجب جيئن ئي ٻار هلڻ لاءِ وکون کڻڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ته هيءَ رسم ادا ڪئي ويندي آهي. ٻار عام طور تي سورنهن يا ارڙهن مهينن جي عمر ۾ پنڌ ڪرڻ سکندو آهي ۽ هو سولي نموني هلي ناهي سگهندو، وکون ڪٽندي ٿنگون وچڙنديون اٿس. ان مرحلي ۾ ٻار جي مشڪل ختم ڪرڻ لاءِ سنئوڻ طور ان جا ڏانوڻ وڍيا ويندا آهن ۽ ائين سمجهيو ويندو آهي ته ٻار ڏانوڻ وِڌڻ سان صحيح نموني هلي سگهندو. عام طور وڏي هوندي ڪوئي ماڻهو هلي ناهي سگهندو يا خدانخواسته وچڙندو آهي ته چوندس 'ڏانوڻ وڍيل ڪونه اٿئي ڇا!' هن رسم ادا ڪرڻ لاءِ ننڍي سطح جو ڪاڄ ڪوٺيو ويندو آهي ۽ ڀهراڙين ۾ اوڙي پاڙي جون عورتون گڏ ٿينديون آهن. ننڍي ٻار کي گهوٽ جيئن تيار ڪندا آهن. اڪثر ماڻيءَ جي چُوري ڪري يا مٺائي هڪ ٿالهه ۾ رکي، ٻيو ٿالهه مٿان ڏيئي ان جي مٿان ٻار کي ويهاريو ويندو آهي ۽ پوءِ ان جي ڄنگهن ۾ ڏاڳا ٻڌندا آهن. نينگر جو ماما اهي ڏاڳا ڪينچيءَ ۽ نوڪاتي يا ڇريءَ سان ڪپيندو ويندو آهي ۽ ٻي پيرا ٻار جو نالو وٺي چوندو آهي ته 'ڏانوڻ وڍيانس'، جنهن تي ٻار جي ماءُ جواب ڏيندي ويندي آهي ته 'وڍينس'.

گهڻن هنڌن تي ڏانوڻ وڍائڻ جي رسم (سنئوڻ) لاءِ چڱو خاصو اهتمام به ڪيو ويندو آهي. ٻار جا مائٽ پنهنجون مائٽياڻيون، اوڙي پاڙي جون عورتون نياڻيون ضرور سڏائيندا آهن. پهچ آهر مٺائي پتاشا يا ٻيون شيون به ورهايون وينديون آهن. ڏانوڻ وڍڻ جي رسم ٻار جو ماموئي سرانجام ڏيندو آهي ۽ اهو سنئوڻ هرهنڌ گهڻو ڪري ساڳي سومار تي پهرئين پهر چڙهئي سج ادا ڪيو وڃي ٿو ڪجهه علائقن ۾ ٻار جو مامو غسل ڪري صاف ڪپڙا پائي ايندو ۽ ان موقعي تي ٻار جي ماءُ ڪُٽي ٿاهي وٽوپري رکندي آهي. ٻار جو ماموٻار کي گهر جي چائنٺ تي هڪ پير اندر هڪ پير ٻاهر ڪري ٻيهاريندو آهي. پوءِ ماءُ اڳتي اچي ٻار جي ٽنگن کي ڪچي سٽ جو ڏاڳو (ڏانوڻ) ٻڌندي آهي، جيڪو ماموڪئنچي سان ڪپيندو ۽ چوندو ويندو 'ڏانوڻ وڍيان'، ماءُ وراڻيندي ڏيندي، 'پلي وڍ'، ان ريت ڏانوڻ وڍڻ جي رسم ادا ڪئي ويندي آهي.

**ڏانيهڙ جو دڙو:** هيءُ دڙو قنبر شهر جي اولهه ۾ 35 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي ديهه نوَ لکي جاگير تعلقي قنبر ۾ ايف. پي. بند ويجهو يونين ڪائونسل غيبي ديري ۾ واقع آهي. هن دڙي جي اوچائي 12 فوٽ آهي. هيءُ دڙو سمن جي دور جو معلوم ٿئي ٿو.

مقامي روايتن موجب؛ 'ٻوهڙ' قبيلي جو سردار ڏانو خان ٻوهڙ وڏي هلندي پڄنديءَ وارو ماڻهو هو جيڪو پنهنجي ڪٽنب ۽ راڄ سان هن هنڌ تي رهندو هو هن ماڳ جي ڦٽڻ بابت مشهور آهي تہ: ڏاني خان جو اولاد پاڻ ۾ اٽبلت پيدا ٿيڻ ڪري هتان لڏي ويو ٻيءَ روايت موجب، هتان جي مقامي چاندين سان سندن ناسازي ٿيڻ ڪري هو هتان هليا ويا. هيءُ دڙو چئن ايڪڙن جي ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهي.

**ڏاڻ:** ڏاڻ، اُٺن جي اڳين پيرن ۾ ٻَڌل رسي کي چئبو آهي، جنهن سان اُٺ آهستي هلندو آهي ۽ جُوءِ چڏي پري نہ وڃي سگهندو آهي. ڏاڻ اڪن جي اَڪواري، رڃڙ جي رسن ۽ چمڙي مان ٺاهيا آهن. ڪن علائقن ۾ وڏن ۽



ويڙهاڪ اُٺن کي لوهه جي زنجيرن جا ڏاڻ ٻَڌا ويندا آهن. چوتہ اُهي رسن کي ٽوڙي، نڪري ويندا آهن. ڪٽي وري اُٺ جي ٽن پيرن کي ڏاڻ ڏبو آهي، ڏاڻ جي اُن قسم کي 'ٽِڪڙانس' چوندا آهن.

**ڏاٽي:** ڏاٽيءَ کي ڏانوٽي به چيو ويندو آهي. ڏاٽي، سون، چاندي يا پٽل مان ننڍڙي زنجير جي نموني ٺهيل هوندي آهي، يا تہ وري موتين مان ٺهيل



ننڍي مالها جي صورت ۾ به ٿئي ٿي. ڪن ۽ نڪ ۾ پاتل اُهي نٿون، پنڙا ۽ جهُمڪا، جيڪي وزن ۾ عام زيورن کان ڳرا هجن، تن کي مٿي جهلي

بيهارڻ ۾ مدد ڏي ٿي. ٿرجون عورتون عام طور روزمره جي زندگيءَ ۾ به نٽون پائينديون آهن، جنهن ڪي مٿي جهلي بيهارڻ لاءِ ڪين ڏاٽي استعمال ڪرڻي پوندي آهي. ڏاٽيءَ ڪي وچ ۾ ٽِڪلو لڳائبو آهي، جيڪو نراڙ تي بيهندو آهي. ٽِڪلي جي لڱ پڳ، پاسن کان ڪڙا هٽبا آهن، جيئن انهن ۾ ڏاٽيون پون. ڏاٽي نٽ جي ڳن ۾ وجهي قابو ڪبي آهي، جيئن نٽ جو وزن جهلي سگهي ۽ نڪ کي ڇيهو نه رسي. ڪن ۾ پاتل پنڙن يا جهُمڪن لاءِ استعمال ٿيندڙ ڏاٽين کي 'سهارا' به چيو ويندو آهي.

**ڏاوچ** [1] : ڏاوچ، سمن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. ڪن روايتن موجب هي سماٽي جتن جي هڪ ذات آهن. هن ذات وارا سڄي سنڌ ۾ آباد آهن. دادوءَ جو ڊاڪٽر گل محمد ڏاوچ به هن ذات مان آهي.

**ڏاوچ** [2] (ديه) : ضلعي دادوءَ جي هڪ ديه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

دلاور ديرو، ابو ديرو، احمد خان ڏاوچ، ٻڍل خان، سچيڏنو مير بحر، عمر بن ماڇي، شير محمد ڏاوچ، حاجي غلام محمد آرائين ۽ نارو خان ڏاوچ.

**ڏاوچ ڍنڍ**: هيءَ ڍنڍ ضلعي دادو جي ڳوٺ شير محمد ڏاوچ جي ويجهو واقع آهي. هن ڍنڍ ۾ مڇي ۽ پکي جام ٿين ٿا، جن جو شڪار ڪيو وڃي ٿو. هيءَ ڍنڍ به فشريز کاتي وارا نيلام ڪندا آهن.

**ڏاها تنهنجي ذات** (ڪتاب) : هيءُ ڪتاب ائڊووڪيٽ عبدالواحد درس جي شاعريءَ جو مجموعو آهي. هيءُ ڪتاب واحد آريسر سهيڙيو آهي.




هن ڪتاب کي ٻن ڀاڱن ۾ ورهايو ويو آهي، جن مان: ڀاڱي پهرئين ۾ شهيد عبدالواحد درس جي شاعري ۽ ڀاڱي ٻئي ۾ شهيد جي دوستن ۽ مائٽن جا تاثراتي مضمون ڏنا ويا آهن. ڪتاب جي ارپنا شهيد جي ماءُ جي نالي آهي. ڪتاب جو مهاڳ واحد آريسر لکيو آهي. ڪتاب ۾ غزل، بيت، ڪافيون، وايون، چوٽيون ۽ گفتا شامل آهن. ان کان علاوه ڪتاب ۾ 28 تاثراتي مضمون ۽ ڪجهه تعزيتي تاثر پڻ شامل آهن. چار رنگي ٽائيٽل سان ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ 232 صفحا آهن، جنهن جي قيمت 200 روپيا ڄاڻايل آهي. هيءُ ڪتاب ائڊووڪيٽ عبدالواحد درس ميموريل ڪميٽي ڪبري پاران 2011ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

**ڏاهاٽي**: هيءَ هڪ ذات آهي. هن ذات وارا سنڌ جي اڪثر هنڌن تي آباد آهن. هنن لاءِ مشهور آهي ته هي اصل ۾ ٻرڙدي قبيلي جي پاڙي حاجيجا شاخ مان آهن. هنن جا وڏا اصل جعفر آباد جا رهاڪو هئا. ڪٿوهڙ پڻ حاجيجا ٻرڙدي آهن، انهن جي هڪ پاڙي جو نالو ڏاهاٽي آهي. هن ذات وارا ضلعي دادو، ڄامشوري سميت سڄي سنڌ ۾ آباد آهن. نامور قومپرست علي خان ڏاهاٽي به هن قبيلي سان واسطو رکندڙ آهي.

**ڏاهپ جا ڏَس** (ڪتاب) : هيءُ ڪتاب جڳ مشهور پارسي ۽ عربي ڪتاب 'ڪليله ودمنه' (نسخي) جو مڪمل سنڌي ترجمو آهي. هيءُ ڪتاب دنيا جي 100 عظيم ڪتابن (Great books) ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو. هيءُ ڪتاب اصل ۾ هندستان جي فيلسوف ۽ مفڪر بيدبا برهمڻ جو سنسڪرت ٻوليءَ ۾ تحرير ڪيل هو، جنهن ڪي پهرين ڪجهه واڌارن سان گڏ پهلوي (قديم فارسي) ٻوليءَ ۽ پوءِ 'ڪليله دمنه' نالي سان عربي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪيو ويو.




ڪِن روايتن موجب قديم زماني ۾ هن ڪتاب جا سنسڪرت مان ڇهن زبانن: تبتي، پهلوي (فارسي)، قديم سرياني ۽ عربيءَ ۾ ترجما ٿيا، جن مان فقط عربي ٻوليءَ وارو ترجمو باقي رهيو. جڏهن ته ٻيا ترجما هن وقت ناياب آهن. انهن سميت سنسڪرت ۾ لکيل اصل ڪتاب به ڪجهه سببن جي ڪري فنا ٿي ويو. پر محققن موجب ته هن ڪتاب جا پهريان پنج باب 'پنچ تنتره' نالي سنسڪرت ڪتاب ۽ ٻيا ٽي باب مهاڀارت ۾ بيان ٿيل آهن. جڏهن ته اصل سنسڪرت وارو ڪتاب ڪل ٻارنهن بابن تي مشتمل هو. هيءُ ڪتاب ان ڪري به اهم آهي، جو هن جا ترجما ڪيترين ئي ٻولين ۾ ٿي چڪا آهن. ترجمو ٿيڻ جي ڪري مختلف نسخن ۾ ڪتاب جي متن ۾ ڪجهه اضافو به ٿيندو رهيو آهي. پهريان ٻه باب پهلوي زبان جي ترجمي ۾ وڌايا ويا ۽ پوءِ عربي زبان جي ترجمي ۾ پنجن بابن جو اضافو ڪيو ويو. جن مان پهريون باب علي بن شاهه جي فارسيءَ 'ڪتاب جو مقدمو' جي عنوان سان شايع ٿيل آهي. هن باب ۾ ڪتاب جي تصنيف جو پسمنظر ۽ تاريخ ڏنل آهي. ٻيو عربي باب 'عربي مترجم جو مهاڳ' عبدالله بن مقفع جو لکيل آهي. ان کان سواءِ ٽيون باب 'دمنه تي انڪوائري' آهي. اصل سنسڪرت نسخي ۾ شينهن ۽ ڍڳي وارو باب شتربه جي قتل تي ختم ٿي وڃي ٿو. عربن ان باب ۾ اضافو ڪري پڙهندڙن کي اها ڳالهه ذهن نشين ڪرائي ته برائيءَ جو نتيجو بربادي ۽ هلاڪت آهي. عرب ليکڪن جي وڌايل ٻين بابن ۾ (1) عابد ۽ مهمان، ۽ (2) ڪبوتر، لومڙ ۽ لاڪي ڄاڄي شامل آهن. 'ڪليله و دمنه' مان هڪ باب 'شينهن ۽ ڍڳو' جو سڀ کان پهريون ڇاپو 1786ع ڌاري هالينڊ ۾ شايع ٿيو. 1816ع ڌاري فرينچ ليکڪ ڊي. ساسي سڄو ڪتاب پئرس مان ڇپائي پڌرو ڪيو. مصر ۾ هيءُ ڪتاب بولاق مان 1249ھ/1833ع ۾ شايع ٿيو. 1080ع ڌاري سمعان بن شيث عربيءَ مان يونانيءَ ۾ پهريون پيرو ترجمو ڪيو. 1697ع ۾ هئمبرگ ۾ ٻيو يوناني ترجمو شايع ٿيو. جنهن تان پوءِ قديم لاطيني ٻوليءَ ۽ 1788ع ۾ سلافي (قديم روسي) زبان ۾ هن ڪتاب جو ترجمو پيٽرسبرگ مان شايع ٿيو. فارسيءَ ۾ هن ڪتاب جا هڪ کان وڌيڪ ترجما ٿيا، جن ۾ ٽين صديءَ هجريءَ جي هڪ حاڪم ابو الحسن نصر بن احمد ساسانيءَ نثر ۽ نظم ۾ ان جو ترجمو ڪرايو.

1151ع ۾ غزنوي خاندان جي حاڪم ابو المظفر بهرام شاهه فارسي ٻوليءَ ۾ 'ڪليله و دمنه' جو ترجمو ڪيو. نامور شاعر رودڪيءَ هن ڪتاب جو فارسي نظم ۾ ۽ ايران جي مشهور عالم ملا محمد حسين ڪاشفي 'واعظ' هن ڪتاب جو فارسي نثر ۾ 'انوار سهيلي' جي نالي سان ترجمو ڪيو، جنهن کي پوءِ امير ابو الفضل بن ملا مبارڪ مختصر ڪري 'عيار دانش' نالي سان ترجمو ڪيو. ان کان سواءِ هيءُ ڪتاب ترڪي زبان ۾ 'همايون نامه' نالي سان لاطيني زبان ۾

1227ع ۾ 'Directorium Humanac Vitac' نالي سان ترجمو ٿيو اسپيني، عبراني، ڊينمارڪي، روسي ۽ ڊچ زبانن ۾ پڻ هن ڪتاب کي ترجمو پڻ ڪيو ويو آهي. جرمن زبان ۾ هي ڪتاب ٿيوڊور بينفي 1859ع ۾ ليپزگ مان، ٻيو پيرو هرٽيل 1909ع ۾ برلن مان ۽ ٽيون پيرو ٿيوڊور نولڊڪي 1912ع ۾ اسٽرٿبرگ مان شايع ٿيو. 'ڪليلہ ودمنہ' جو هڪ انگريزي ترجمو 1819ع ڌاري آڪسفورڊ پريس لنڊن مان شايع ٿيو. جڏهن تہ مولوي حافظ الدين ان جو اردو ترجمو 'خرد افروز' نالي سان ڪيو. سنڌي ٻوليءَ ۾ هن ڪتاب جو هڪ ترجمو ملا حسين واعظ ڪاشفيءَ جي فارسي ترجمي 'انوار سهيلي' تان 1950ع ۾ 'گلزار چنبيلي' نالي سان محمد بخش واصف ۽ احمد خان مصراڻيءَ ڪيو. جڏهن تہ ان جو ٻيو سنڌي ترجمو عربي ترجمي 'ڪليلہ ودمنہ' جي ساڳئي نالي سان مطبوعات ڪميٽي، يونيورسٽي گرانٽس ڪميشن ۽ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي گڏجي 1984ع ۾ شايع ڪرايو. جنهن جو مرتب انتظار حسين ۽ مترجم بشير پٽي هو. سنڌيءَ ۾ هن ڪتاب جو ٽيون ترجمو سنڌ جي برک عالم، محقق ۽ اديب سيد علي مير شاهہ عربي نسخي 'ڪليلہ و دمنہ' تان 1989ع ۾ ڪيو. جيڪو قسطوار 'ماهوار آبادگار' ۾ شايع ٿيو جنهن کي پوءِ ڪتابي صورت ۾ 'ڏاهپ جا ڏس' نالي سان ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي.

هن ڪتاب ۾ ڏاهپ ۽ فلسفي جا اهم نُڪتا، جانورن جي ڪهاڻين ذريعي دلچسپ انداز ۾ بيان ڪيل آهن. هن ڪتاب جو مکيہ مقصد اڳاتي وقت ۾ شهزادن جي رهنمائي، اخلاقي سُڌاري ۽ اخلاقيات جا اصول سمجهائڻ هو. هيءُ ڪتاب تدريسي نوعيت جو ڪتاب آهي. جنهن ۾ ٻارن جي وندر سان گڏ سکيا پڻ فراهم ڪئي وئي آهي. هنن آکاڻين ۽ مثالن ۾ علم ۽ حڪمت جي نُڪتن سان گڏ عالمن جا قول بہ بيان ڪيل آهن. هن ڪتاب جو اصل مضمون انسان آهي. تنهنڪري انساني اخلاقن کي سُڌارڻ لاءِ محبت، خلوص، وفاداري، چغل خوري، لالچ، حسد، ابهرائي، دوستي، دشمني، انتقام ۽ ٻين انساني جذبن/ پهلُن کي اجاگر ڪيو ويو آهي. ڪتاب جي ابتدا ۾ مترجم جي لکيل پيش لفظ سان گڏ علي بن شاهہ جي فارسي ترجمي لاءِ لکيل مقدمو ۽ عربي مترجم عبدالله بن مقفع جي لکيل عربي مقدمي جو پڻ سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو شامل آهي. ڪتاب جو هيءُ ٻيو ڇاپو مهراڻ اڪيڊمي، شڪارپور طرفان 2002ع ۾ شايع ڪيو آهي. پڪي جلد سان چار رنگي ٽائيٽل ۽ ڊيمي سائيز ۾ ڇپيل هيءُ ڪتاب 292 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي قيمت 80 روپيا آهي.




**ڏاهپ جي وات** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب هندستان جي ممتاز ڪميونسٽ نامور دانشور ايم. اين. راءِ جي ڪتاب ' Historical Role of Islam' جو سنڌي ترجمو آهي. هن ڪتاب جو اردوءَ ۾ بہ 'اسلام کا تاريخي ڪردار' عنوان سان ترجمو ٿي چڪو آهي. ڪتاب جو سنڌي ترجمو انجنيئر عبدالمالڪ ميمڻ ڪيو آهي. ايم. اين. راءِ جو شمار ڪميونسٽ فلاسافرن ۽ دانشورن جي پهرينءَ صف ۾ ٿيندو هو هن هي ڪتاب جنهن پسمنظر ۾ لکيو هو اهو پسمنظر اهو هو تہ هندستان ۾ انگريزن خلاف جدوجهد ۽ آزاديءَ جي جنگ شروع ٿي چڪي هئي. ايم. اين. راءِ محسوس ڪيو تہ آزاديءَ جي جنگ ۾ هندو مسلم اتحاد وقت جي اهم ضرورت آهي. هن هندستان جي هندو ڌرم سان وابستہ آباديءَ کي ذهن نشين ڪرائڻ ٿي چاهيو تہ اسلام تنگ نظر ۽ جنگجو مذهب نہ آهي.

ايم. اين. راءِ انساني تاريخ جي گهري مطالعي ۽ مختلف مذهبن جي ڀيٽ ڪري ڄاڻايو آهي تہ اسلام، انسانيت کي توحيد ۽ مساوات جو سبق ڏئي احسان ڪيو آهي ۽ بنيادي انساني حقن جي ڏس ۾ اسلام جي تعليم بي مثال آهي. هن رسول اڪرم ﷺ ذريعي آندل اسلامي انقلاب کي صحتمند انقلاب قرار ڏنو آهي، جيڪو وقت جي خاص مادي، معاشي ۽ تاريخي حالتن جو نتيجو آهي. ايم. اين. راءِ اهو بہ ڄاڻايو آهي تہ هندو آباديءَ تي ماضيءَ ۾ اسلام جي حوالي سان جيڪي ڏاڍايون ٿيون، اُهي اسلام جي ڪري نہ، پر مذهب جي غلط تشريح ۽ حڪمرانن جي پاليسين جو نتيجو هيون. ڪتاب جي مهاڳ ۾ ايم. اين. راءِ جي زندگيءَ ۽ عملي جدوجهد تي روشني وڌي وئي آهي، جڏهن تہ 'پنهنجي پاران' جو نوٽ محمد موسيٰ ڀٽي لکيو آهي.

هن ڪتاب جو ترجمو نهايت سليس زبان ۾ ڪيو ويو آهي. 107 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 16 رپيا آهي ۽ هي ڪتاب سنڌ نيشنل اڪيڊمي، حيدرآباد، 1990ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**ڏاهر** (ذات): ڏاهر ذات، راجا ڏاهر جي اولاد مان سمات ذات ۽ مسلمان آهن. ڏچر ۽ ساند هن ذات جا خاص پاڙا آهن. هن ذات جا ماڻهو سرائيڪي علائقي ۾ بہ رهن ٿا، جن مان ممتاز حيدر ڏاهر، سرائيڪيءَ جو نامور اديب ۽ شاعر ٿي گذريو آهي، جنهن جا ڪيترا ڪتاب ڇپيل آهن.

**ڏاهر، راجا**: سنڌ ۾ ڪشميري برهمڻ جا انيڪ خاندان مهاڀارت (1250 / 1000 ق. م) کان گهڻو اڳ آيا هئا. ڪشميري برهمڻ سنڌ جو پڙهيل ڳڙهيل ۽ محب وطن طبقو هو. جيڪو 326 ق. م ۾ سڪندر مقدونيءَ سان بہ جهيڙيندي نظر اچي ٿو ان ريت اهي برهمڻ هوريان هوريان اثر رسوخ حاصل ڪري راءِ گهراڻي جي 184 سالن جي مضبوط حڪومت جي آخري حاڪم دورانديش جهوني راءِ سهاسيءَ II جي حڪومت جو انت آڻي، 632ع ۾ سنڌ جا حڪمران بڻيا. بلڪل ائين جيئن سمن پنهنجو اثر رسوخ وڌائي سومرا حڪومتي دور (1350- 1010ع) جو انت آندو، بلڪل ائين ارغونن کان ترخانن ڏانهن 1552ع ۾ اقتدار منتقل ٿيو ساڳيءَ ريت ڪلهوڙا حڪومت (1780- 1700ع) جو خاتمو ڪري، سال 1781ع ۾ ٽالپرن سنڌ جو اقتدار حاصل ڪيو سڄيءَ دنيا جي تاريخ ۾ اهڙا مثال عام جام ملن ٿا.



برهمڻ خاندان، سنڌ ۾ ڏيڍ هزار سالن کان آباد هئا، جن ۾ گهڻائي

پڙهيل ڳڙهيل ماڻهن جي هئي، جن جي علمي برتري، سنڌن سڄي حڪومتي دور ۾ ثابت آهي. پهريون برهمڻ بادشاهه، جيڪو راءِ سهاسيءَ جي حڪومتي دور ۾ وزير هو، اُن جو نالو چچ هو اُن راءِ سهاسيءَ جي موت کان پوءِ سندس پٽ راڻي سُهنديءَ سان شادي ڪري اقتدار ماڻيو ۽ اٽڪل 40 سالن تائين (671- 632ع) پُختائيءَ سان حڪومت ڪري، سنڌو سلطنت جي ڏري گهٽ پراچين دور جي سرحدن کي بحال ڪرڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي.



راجا ڏاهر چچ جو سڀ کان ننڍو پٽ هو جيڪو نوجوانيءَ کان وٺي جنگجو ۽ اصول پرست مزاج رکندڙ هو. هن پنهنجي چاچي راجا چندر کان پوءِ اقتدار ماڻيو. راجا ڏاهر برهمڻ گهراڻي جو آخري حاڪم هو. راجا چچ 52هه/ 677ع ۾ وفات ڪئي، جنهن کان پوءِ سندس ڀاءُ راجا چندر، سنڌ جو والي ٿيو. ايچ. ٽي. لئمبرڪ جي چوڻ موجب هن تقريباً ست سال حڪومت هلائي ۽ 60هه/ 681ع ۾ وفات ڪئي، جنهن کان پوءِ راجا ڏاهر سنڌ جي حڪومت جي گاديءَ تي ويٺو. جنهن سنڌ تي نهايت دانشمنديءَ، همت ۽ خوش اسلوبيءَ سان 32 سال حڪومت ڪئي، هن جي حڪومتي دؤر ۾ عرب بنواميه جي سپهه سالار حجاج بن يوسف ثقفيءَ جي نائيءَ محمد بن قاسم ڪاهه ڪري، ڪيس شڪست ڏئي حڪومت حاصل ڪري ورتي. ڊاڪٽر ممتاز پٺاڻ 'تاريخ سنڌ' (عرب دور) ۾ راجا ڏاهر جي اصولي جنگي حڪمت عمليءَ بابت لکي ٿو ته، "چچ جي دور ۾ شهزادي ڏاهر کي راجستان ۾ جنگ لاءِ موڪليو ويو ته اتي پهچي چچ جي ڪنهن وزير ڪيس گوريلا جنگ ڪرڻ جي مشورو ڏنو پر ان راءِ کي شهزادي ڏاهر رد ڪندي، سڌي جنگ ڪرڻ جو اعلان ڪيو."

راجا ڏاهر هڪ پڙهيل ڳڙهيل ۽ اعليٰ منتظم جي حيثيت ۾ سنڌو سلطنت جو حاڪم رهيو. هن پنهنجي حڪومت کي چئن پرڳڻن ۾ ورهايو هو جتي اعليٰ انتظامي صلاحيتون رکندڙ عملدار مقرر ڪيا ويا. پهريون پرڳڻو سنڌو نديءَ جي اپرندي ڪپ تي هو. ان ۾ برهمڻ آباد، نيرون ڪوٽ ۽ ديبل بندر جهڙا شهر هئا، ٻيو پرڳڻو الهندي سنڌ ۾ هو جنهن ۾ سيوستان، ٻڌيه، چنڪان، ڪوهه پايه ۽ روجهان جا شهر شامل هئا، اهو مڪران تائين پکڙيل هو ٽئين پرڳڻي ۾ اسڪلنده، پاٻيه، ڪتا لواڙهه ۽ چچ پور جا شهر شامل هئا ۽ ان جو چوٿون پرڳڻو: ملتان، سڪ، برهمپور، ڪروڙ شهر ڪميا ۽ ٻين شهرن تي مشتمل هو هن پرڳڻي جون حدون ڪشمير تائين وڌيل هيون. انهن پرڳڻن ۾ جدا جدا گورنر مقرر ٿيل هئا، جن کان هر سال ڏن وٺي مرڪزي خزاني ۾ جمع ڪرايو ويندو هو". ڊاڪٽر ممتاز پٺاڻ موجب: "راجا ڏاهر وٽ انصاف لاءِ هڪ الڳ انتظام هو جتي ننڍيون وڏيون ڪورٽون انصاف لاءِ ڪم ڪنديون هيون. راجا جي عدالت ڪانسواءِ ٽن قسمن جون ٻيون به ڪورٽون هيون، جن کي ڪولاس، سريناس ۽ گناس جو نالو ڏنو ويو هو" هن لکيو آهي ته: "راجا وٽ سڀ کان اهم فيصلا ويندا هئا. يعني راجا سپريم ڪورٽ جي چيف جسٽس جيان هو" ان ريت چچ جي زماني ۾ فرياد، فرياد جي لکت، شاهدن جي بيانن ٻڌڻ کانپوءِ ئي فيصلو ڪيو ويندو هو. انصاف ۽ انتظاميه جي لحاظ سان برهمڻن جي بادشاهت اعليٰ معيار رکندڙ هئي. هن جي وقت ۾ ملڪ ۾ اقتصادي حالتون تمام بهتر هيون. ديبل بندر تي واپاري جهاز بيٺا ئي بيٺا هوندا هئا. سنڌ جي بازارن ۾ هر قسم جي شيءِ دستياب هوندي هئي، چين کان ڪشمير رستي واپاري وکر سنڌ ۾ پهچندو هو."

ان وقت سنڌ ۾ ٻڌ ۽ جين مذهب جا پيروڪار گهڻا هئا، جنهڪري ٻوڌين کي شاهي دربار ۾ خاص اهميت حاصل هئي.

راجا ڏاهر تخت تي ويهڻ شرط ئي هڪ سال اندر ملڪ جي چئني ڪنڊن ۾ حڪومت کي مضبوط ڪرڻ لاءِ قدم کنيا. سندس گاديءَ جو هنڌ 'الور' (اروڙ) هو. جتان هن پهرين اڀرندي سنڌ- برهمڻ آباد ۾ اچي پنهنجي ڀاءُ ڏهرسينه کي اُپرندي پرڳڻي جي حڪومت سپرد ڪئي، پوءِ خود مڪران طرف روانو ٿي ويو جتي مڪاني حاڪم سان لاڳاپا قائم ڪري موٽي 'الور' آيو. اهڙيءَ ريت هن پنهنجي پيءُ راجا چچ جي ڏينهن واري سڄيءَ سلطنت تي ملتان تائين بادشاهي جيئن جو تيئن قائم رکي. سندس حڪومتي دور ۾ سنڌ اندر خوشحالي ۽ امن امان برقرار رهيو. ان وقت عربستان ۾ بني اُميه گهراڻي جي حڪومت قائم ٿي چڪي هئي. راجا ڏاهر جي ڏينهن ۾ بنواميه گهراڻي مان عبدالملڪ بن مروان هڪ عرب خليفو (بادشاهه) هو. حضرت امام حسينؑ جي شهادت بعد جيڪو هڪ فطري ردعمل پيدا ٿيو هو. ان کي سختيءَ سان دٻائڻ بعد بني اميه گهراڻي جو تسلط پوري عرب تي ويهي ويو. بنواميه گهراڻو هڪ فوجي سوچ رکندڙ گهراڻو هو. هنن عربن جي اتحاد ۽ طاقت جي فطري اُڀار کي ڏاهپ سان استعمال ڪندي، پرياسي جي حڪومتن کي زير ڪرڻ جو سلسلو شروع ڪيو. ان ريت 22هه/ 643ع تائين عربن همدان، دماوند، ايران، خراسان تي قبضو ڪري ورتو. هندستان ۽ سنڌ تي اهڙن چوڙهن حملن جو تفصيل مولوي نور محمد نظاماڻي 'سنڌ جي تاريخ' جي پهرين جلد ۾ تفصيل سان ڏنو آهي، اهي ابتدائي حملا 9هه/ 630ع کان شروع ٿيا هئا. سنڌ تي ٻيو ۽ ٽيون حملو حضرت عمر رضه جي زماني ۾ 15هه/ 636ع ۾ ٿيو هو ان ريت عربن جي فوجي طاقت اڳيان 22هه/ 643ع تائين ايران جهڙي قيصر ۽ قصريٰ واري سلطنت جيڪا رومي

سلطنت سان جهيڙيندي رهندي هئي، پنهنجو وجود قائم نه رکي سگهي ته سنڌ ايران جي پيٽ ۾، گهڻ عسڪري صلاحيت رکندي هئي، پر هڪ اهم ۽ امير ملڪ جي حيثيت ۾ اڳ ۾ ئي عرب واپارين جي نظر ۾ هئي. انهن ڏينهن ۾ عربن جون جدا جدا فوجون ٽن طرفن کان مختلف ملڪن تي قبضي ڪرڻ لاءِ موڪليون ويون هيون: هڪ فوج موسيٰ اشعريءَ جي هٿ هيٺ اولهه طرف موڪلي وئي، جنهن اسپين تائين فتحون حاصل ڪيون. ٻيءَ اتر طرف قتيبه بن مسلم جي هٿ هيٺ موڪلي وئي، جنهن سمرقند ۽ بخارا تائين ملڪن تي قبضا ڪيا. ٽين فوج اوڀر طرف حجاج بن يوسف پنهنجي نائيءَ محمد بن قاسم جي اڳواڻيءَ ۾ سنڌ تي قبضي ڪرڻ لاءِ موڪلي. اهو سنڌ تي عربن جو پندرهون حملو هو. ان کان اڳ به سنڌ تي فتح ڪرڻ لاءِ چوڏهن ناڪام حملا ڪيا ويا هئا، جن جو تفصيل هن ريت آهي:

(1) **پهريون حملو:** عثمان بن ابي عاص ثقفيءَ سنڌ جي ڪنارن تي پهچي هڪ شهر ٺاڻي تي حملو ڪيو. اهو حملو خليفي عمر فاروق رضه جي اجازت کان سواءِ ڪيو ويو هو، جنهن تي هو ناراض ٿيو هو.

(2) **ٻيو حملو:** مغيره بن ابي عاص گجرات جي شهر ’پروچ‘ تي ڪيو.

(3) **ٽيون حملو:** هن حملي ۾ مغيره بن ابي عاص شهر ديول واري لڙائيءَ ۾ مارجي ويو. هي ٻئي حملا 15 هجريءَ ۾ ڪيا ويا.

(4) **چوٿون حملو:** هيءُ حملو عبدالرحمان بن سمره، ڪش ۽ زرنج وارن علائقن تي ڪيو. ان وقت سيستان ۽ مڪران به سنڌ جا علائقا هئا.

(5) **پنجون حملو:** هيءُ حملو 38 هجريءَ ۾ ڪيو ويو. جيڪو تغار بن ضعير جي ڪمان هيٺ ٿيو. جنهن ۾ ٻهر ۽ ڪوهه پايا جي رستي هندستان ڏانهن ڪاهه ڪئي وئي.

(6) **ڇهون حملو:** هيءُ حملو 42 هه / 662ع ۾ حارث بن مره عبديءَ ڪيو هو. هيءَ لڙائي ڪيڪان (قلات) واري علائقي ۾ لڙي وئي، جيڪو خراسان جي ويجهو آهي. هن لڙائيءَ ۾ حارث بن مره عبدي مارجي ويو.

(7) **ستون حملو:** هيءُ حملو عبدالرحمان بن حمزه جي فوج جي مشهور سپهه سالار مهلب، ڪابل کان نڪري سنڌ جي اتر وارن شهرن تي ڪيو هو.

(8) **اٺون حملو:** هيءُ حملو 43 هه / 663ع ۾ عبدالله بن سوار عبدي ڪيڪان (قلات) تي ڪيو هو. هن جو ٻانهن ٻيلي عبدالله بن عامر هو. جنهن اتي جي جهيڙاڪ قبيلن کي شڪست ڏئي گهڻو مال غنيمت حاصل ڪيو هو.

(9) **نائون حملو:** امير معاويه رضه جي ڏينهن ۾ عبدالله بن سوار چئن هزار سپاهين سان ڪيو هو.

(10) **ڏهون حملو:** 44 هه / 664ع ۾ مهلب بن ابي صفره ڪيو هو. هيءُ حملو درياهه جي پاسي کان ٿيو هو. مهلب جو اهو حملو اجوڪي پنجاب جي ميدانن تي هو. جيڪي ان دور ۾ سنڌ سان شامل هئا. مهلب جو اهو حملو ملتان ۽ ڪابل جي وچ وارن علائقن تي هو.

(11) **يارهون حملو:** هيءُ حملو سيستان جي والي زياد بن ابي سفيان پاران سنان بن سلمان بن محبق هذليءَ کان ڪرايو ويو. هن مڪران کي فتح ڪيو ۽ اتي جي ترقي لاءِ چڱا اپاءَ ورتا.

(12) **ٻارهون حملو:** هيءُ حملو زياد بن ابي سفيان پاران راشد بن عمرو جريديءَ کان ڪرايو ويو. هن به ساڳيءَ ريت ڪوهه پايا ۽ ڪيڪان (قلات) تي حملا ڪيا ۽ ڍَلَ وصول ڪري اڳرو ٿيو. امير معاويه رضه جي پوين ڏينهن ۾ 59 هجري ۾ زياد بن ابو سفيان جو پٽ عباد بن زياد، هند ۽ سنڌ ڏانهن جهاد لاءِ نڪتو. هو ردبار وارو علائقو لنگهي وڃي قندار تي ڪڙڪيو.

(13) **تيرهون حملو:** سنان بن سلمه جي شهادت کان پوءِ منذر بن جارود عبدي مڪران جو حاڪم ٿيو. هن به پنهنجي پيشروئن وانگر ڪيڪان (قلات) تي چڙهائي ڪئي. منذر بن جارود عبدي، خضدار ۽ توران تائين ڪاهه ڪري پهتو. آخر ۾ ڪنهن بيماريءَ سبب گذاري ويو. جنهن کان پوءِ سندس پٽ حڪم بن منذر کي مقرر ڪيو ويو.

(14) **چوڏهون حملو:** حڪم بن منذر کان پوءِ ابن زياد هڪ بهادر سالار ابن حري باهليءَ کي سنڌ جي سرحد تي مقرر ڪيو. ڪن تاريخدانن جو چوڻ آهي ته اصل ۾ سنان بن سلمه پنهنجي پاران ابن حري باهليءَ کي موڪليو هو.

جڏهن محمد بن قاسم جي فوج 712ع ۾ سنڌ تي ڪاهه ڪئي ته راجا ڏاهر ۽ ان جي فوج تمام بهادريءَ سان عرب لشڪر سان جنگ لڙي، جهڙيءَ ريت حاڪم پنهنجي سرحدن جي حفاظت لاءِ ڪندا آهن، هن به ائين ڪيو.



عرب، جيڪي اسلام کان پهرين ايران جي فوج ۾ ڀرتي ٿي، رومين سان جنگيون ڪندا هئا، اهي هاڻي 360 خدائن مان جان ڇڏائي، هڪ واحد خدا جا پوئلڳ ٿي، اهلِ ڪتاب بڻجي، هڪ عالمي طاقت بڻجي اڀري رهيا هئا. اهڙيءَ صورتحال ۾ سنڌ جي ڪيترن ساحلي علائقن ۾ به عرب تاجر رهندا هئا ۽ عربن جي طاقت کان دنيا جي ڪا به حڪومت محفوظ نه هئي.

عربن جي ويڙهاڪ فطرت ۽ سنڌن وحدانيت ۽ اتحاد منجهن ٻاهرين ملڪن تي قبضي ڪرڻ جي بي انتها خواهش پيدا ڪئي، اهوئي سبب هو جو سنڌ تي پندرهين ڪاهه ڪرڻ لاءِ محمد بن قاسم کي لشڪر سميت موڪليو ويو. ان دور ۾ جنگيون هڪ فائدي وارو سودو هونديون هيون. مفتوح ملڪن جي دولت فاتح ملڪ ڏانهن منتقل ٿيندي هئي. ان ريت تاريخدانن لکيو آهي ته: ”هن جنگ ۾ عربن کي ڪروڙين روپين جي ملڪيت (سوين مڻ سون سميت) هٿ آئي ۽ هزارين سنڌي مردن ۽ عورتن کي ٻانهي بڻائي، عرب ۽ عراق ۾ غلام طور وڪرو ڪيو ويو.“

مولانا مودوديءَ پنهنجي مشهور تفسير ’تفهيم القرآن‘ ۾ عرب قبيلن جي بنيادي روزگار جا ٽي وسيلا ڄاڻايا آهن:

- دنيا سان تجارت ڪرڻ،
- آتش پرست ايران جي فوج ۾ ڀرتي ٿي، حضرت عيسيٰ عليه السلام جي پيروڪار رومي شهنشاهيت سان ويڙهاند ڪرڻ،
- ڦرمار ڪرڻ ۽ ڌاڙا هڻڻ.

اهي عرب قبيلا هاڻي هڪ طاقت بڻجڻ کان پوءِ، گهڻي مال غنيمت جا حقدار ٿي ويا هئا ۽ انهن جي حاڪمن لاءِ اهو ضروري به هو ته هو انهيءَ بي انتها سگهه جو رخ دنيا ڏانهن موڙين، ٻيءَ صورت ۾ اها طاقت خود عربن ۾ خانه جنگي ۽ قبيلائي ويڙهاند جي اهڙي باهه ڀڙڪائي وجهي ها، جنهن جي تپش اڄ ڏينهن تائين محسوس پئي ٿئي ها. جيئن عربن جي اندرين ويڙهاڪ سگهه جو الميو ڪربلا جو دکدائڪ واقعو آهي، جيڪو انهيءَ خاندان سان ٿيو، جنهن عربن ۾ وحدت ۽ اتحاد پيدا ڪري ڪين دنيا ۾ سماجي مهانتا ۽ توحيدي طاقت مهيا ڪئي هئي. عربن جي هڪ وڏي سگهاري سامي النسل راڄ (سامراج) جي ايرڻ سان نه رڳو توحيدي فڪر عام ٿيو، پر دنيا جي ڪيترين ئي قومن جي تهذيبن جي تڏا ويڙهه به ٿي وئي. ايران وارن پنهنجي انهيءَ هاڃي کي ڪربلا جي پرسوز واقعي ۾ ڳولي لڌو ۽ پُر اثر نموني بيان ڪيو. ان ريت اسلام منجهان ئي ظلم ۽ ظالم خلاف تبليغ ۽ تبرائون ڪندڙ هڪ فرقي جنم ورتو. ساڳيءَ ريت سنڌ ۾ به ابتدائي طور فاطمي خلافت برپا ڪرڻ جي تبليغ ٿي ۽ هتي اسماعيلي مڪتبه فڪر متعارف ٿيو، پر بعد ۾ مصر ۾ فاطمي خلافت ۾ امامت واري سوال تان ٿيل اختلافن ۽ هڪ امام جي شهادت سبب سومرا راڄ پهرين اڻ ڌريا ٿيا ۽ پوءِ حنفي مسلڪ اختيار ڪري ورتائون.

عربن سان سنڌ جي برهمڻ خاندان جا اسلام کان اڳ ئي بهتر تعلقات هئا. سنڌ جي واپارين جي اچ وڃ راجا چچ جي زماني کان زميني ۽ سامونڊي، ٻنهي رستن سان قائم هئي. تاريخن ۾ اچي ٿو ته راجا چچ، رسول پاڪ ﷺ جي خدمت ۾ سوکڙيون پاکڙيون به موڪليون هيون. ڪربلا جي واقعي دوران حضرت امام حسين عليه السلام جي سنڌ وڃڻ واري خواهش اُن جي تجديد هئي.

(اَنَّ لستم براضين بور و دالعراق فاترڪوني لا ذهب الي السندهه؛: [توهان جيڪڏهن منهنجي عراق پهچڻ تي راضي نه آهيو ته مون کي ڇڏيو ته مان سنڌ وڃان]. امام حسين عليه السلام، حوالو: معارف ابن قتيبه، ص 95، طبع مصر 1934ع).

ڪربلا جي واقعي کان پوءِ ڪيترن عربن سنڌ ۾ پناهه حاصل ڪئي، جن ۾ علافي قبيلو نه شامل هو. عربن جي جنگجو فطرت جو فائدو وٺندي، راجا ڏاهر علافيءَ قبيلي جي ماڻهن کي پاڻ وٽ ملازمت ۾ رکيو ۽ هنن مڪران پاسي ڪيترين ئي فوجي هلائن ۾ ڪاميابيءَ کان پوءِ محمد علافيءَ جي پاران انعام طور پنهنجو نالو سنڌ جي سِڪي تي ڏسڻ ئي گهريو، جو جوهن بي اولاد هجڻ ڪري پنهنجو نالو دنيا ۾ ان ريت قائم رکڻ ٿي چاهيو. راجا ڏاهر پنهنجي سِڪي جي هڪ پاسي محمد علافيءَ جو نالو اُڪيرايو هو. اِها ڳالهه راجا جي رواداريءَ ۽ لبرل سوچ جي ثابتي آهي. ايچ. ٽي. لئمبرڪ اهو واقعو 85هه/ 704ع جو ڄاڻايو آهي.

عرب تاريخدانن به راجا ڏاهر جي ساراهه لکي آهي، جنهن جو ذڪر عرب تاريخن ۾ جتي ڪٿي ۽ عام جام نظر اچي ٿو. سنڌ تي عربن جي قبضي جو وڏو سبب هتان جي ٻڌمت وارن جي رواداريءَ واري پاليسي هئي، جن وٽ ويڙهه ۽ تشدد جو ڪو به تصور نه هو.

راجا ڏاهر تي ديبل بندر وٽ سيلون کان ايندڙ مسلمان واپارين جي ٻيڙن جي ڦرلٽ ۽ عورتن جي داڻهن بابت ڪيترن تاريخ جي ڄاڻن تحفظات ڏيکاريا آهن. عربن دنيا جي جن ٻين ملڪن تي والار ڪئي هئي، اتي اهڙين هلائن جا آخر ڪهڙا سبب هئا؟ انهيءَ دؤر جي دنيا جي سگهارن سامراجن جو اهڙو ئي ورتاءُ رهيو هو. خود راجا ڏاهر ۽ سندس ڀيڻ ٻائيءَ جي شاديءَ واري ڪهاڻي به پوئين دؤر جو من گهڙت قصو آهي (خود ڊاڪٽر بلوچ ۽ ٻين محققن ان کي من گهڙت قصو ڄاڻايو آهي). برهمڻ، سوٽ سان به شادي نه ڪندا آهن ۽ ڪٿي ڪٿي ته پنهنجي سڄي علائقي جي نياڻين مان به ڪنهن سان شادي نه ڪندا آهن. ڪنهن ٻئي واري علائقي جي ساڳيءَ نيات مان شاديءَ ڪي سٺو نه سمجهيو ويندو آهي. ان ريت سنڌ جي سامونڊي علائقن ۾ سامونڊي ڌاڙيلن ۽ واڳيلن (سامونڊي ڌاڙيلن) جا قصا به تمام پراڻا آهن ۽ انهن سامونڊي علائقن جي ڌاڙيلن تي ڪنهن به دؤر ۾ ڪنهن به حاڪم جو وس نه رهيو آهي. انهن ڳالهين تي تمام گهڻن تاريخدانن جي تنقيد موجود آهي، اهي ڳالهيون هاڻي هٿرادو قصن ۽ ڏند ڪٿائن کان وڌيڪ ڪا به حيثيت نٿيون رکن. ان دؤر ۾ عرب هڪ اهڙي اسرندڙ طاقت هئا، جن جو اقتدار دنيا جي ڳچ ڀاڱي تي قائم ٿيڻ اٽل هو. عربن جي پندرهين تاريخي حملي، سال 94هه/ 712ع ۾ ننڍي کنڊ جي هڪ اهم تهذيبي علائقي سنڌ جي برهمڻ خاندان جو راڄ، راجا ڏاهر جي قتل سان ختم ٿي ويو. راجا ڏاهر سنڌ جي هڪ اڳوڻي بادشاهه راجا پورس کانپوءِ عظيم سنڌ جو هڪ اعليٰ حاڪم هو، جنهن پنهنجي حاڪميت بچائڻ لاءِ وڏي مزاحمت ڪئي، پر نئين اڀرندڙ سج آڏو پراڻا قنديل روشني وڃائي ويهندا آهن. شاهه لطيف، سوراشٽر جي هڪ راجا جي قربانيءَ واري موت تي هن ريت اوساريو آهي:

گل چنو گرنار جو، پٽَڻ ٿيو پٽين.
ناريون ناڏ ڪرين، راجا رات رمگيُو.

(سر سورٺ)

**ڏاهري (ذات)**: ڏاهري، سنڌ جي هڪ قديم ذات آهي، جيڪي نوابشاهه، نوشهري فيروز، سانگهڙ سميت سنڌ جي اڪثر هنڌن تي آباد آهن. هڪڙو عام خيال اهو آهي ته ڏاهري، راجا ڏاهر جي اولاد مان آهن. 'سنڌ جي ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا' جي مصنف ڪين راجا ڏاهر جو پونير ڪري ڄاڻايو آهي. ڏاهرين، اسلام جي آمد کان پوءِ اسلام قبول ڪيو. هو جنگجو ۽ ويڙهاڪ رهيا هئا. تاريخدانن سندن واسطو سميجا قبيلي سان ڄاڻايو وڃي ٿو. راهو، ساند، ساريا ۽ ڪيريا ذات وارا به ڏاهرين وانگر سميجا قبيلي جي اهم ذاتين ۾ شمار ڪيا وڃن ٿا. محققن جو خيال آهي ته هي اصل ۾ هوٿي بن انڙ جو اولاد آهن. ساند پٽ پليءَ کي 'هالي' نالي هڪ پٽ هو، جنهن کي ست پٽ هئا، جن مان هڪ جو نالو 'هوٿي' هو، جنهن جي اولاد کي ئي 'ڏاهري' سڏيو ويو. ڏاهري سنڌ جي هڪ اهم ذات آهن. جيئن ته هي بهادر قبيلو رهيا آهن. ان ڪري سندن بهادريءَ ۽ حب الوطنيءَ سبب ڌارين حڪمرانن جي درٻارين متن اهو جهائي ۽ بيوقوفائيءَ جهڙا ٺهاڪا جوڙيا، جن جي ڪا به اصليت نه آهي. هونئن به ڌاريا حڪمران هميشه محب وطنن کي گهٽ ۽ جاهل ڄاڻندا آهن. ڏاهري ذات مان ڪيترائي عالم فاضل ۽ اڪابر پيدا ٿيا آهن، جن ۾ علامه ابوالحسن ڏاهري، مولانا محمد ادريس ڏاهري ۽ ٻيا ناليوارا عالم ٿي گذريا آهن. مشهور تعليمدان ۽ سچل ڪاليج نوابشاهه جو پرنسپال عبدالقادر ڏاهري ۽ نوجوان اديب ۽ محقق محمد بخش ڏاهري به هن ذات سان واسطو رکن ٿا.

**ڏاهري، الله ڏنو:** نامور سماجي ڪارڪن الله ڏني ولد اميد علي ڏاهريءَ، 1920ع ۾ ڳوٺ صوڀي ڏاهري، تعلقي دولتپور، ضلعي نوابشاهه ۾ جنم ورتو. ننڍپڻ ۾ والد جي وفات سبب چاچي جي هٿ هيٺ سندس پرورش ٿي. قرآن مجيد جي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ مفتي محمد دائود ڀگهيي کان حاصل ڪيائين. ڪنهن به اسڪول ۾ داخل ٿيڻ ڪانسواءِ خانگي طريقي سان سنڌي لکڻ پڙهڻ سکيو. سماجي معاملن ۾ تمام گهڻو سرگرم رهندو هو. ننڍا وڏا مسئلا راڄوڻي طريقي سان حل ڪري ماڻهن کي تڪرارن کان بچائيندو هو. کيس روينيو ۽ ايريگيشن جي معاملن ۾ مهارت حاصل هئي. انهن کاتن جا آفيسر به کانئس مشورا وٺندا هئا. هي پرهيزگار ۽ متقي شخص هو. 1972ع ۾ حج ڪيائين. 1986ع ۾ پنهنجي ڳوٺ جي ڊٺل مسجد تعمير ڪرايائين ۽ ڳوٺ ۾ 'مدرسه عربيه محمديه' نالي ديني درسگاهه قائم ڪيائين. جتي اڄ تائين ڪيترا طالب علم تعليم پرائي رهيا آهن. الله ڏنو ڏاهري، درگاهه ٺلاهه جي پير مٺل جو مريد هو. ڪيترا ديني جلسا ڪرايائين. حاجي الله ڏني ڏاهريءَ، 13 جون 1990ع تي وفات ڪئي. کيس وصيت موجب پنهنجي ٺهرايل مسجد جي پرسان دفن ڪيو ويو.

**ڏاهري، جان محمد:** سردار رئيس جان محمد ڏاهري ولد مرحوم سردار گل محمد خان ڏاهري، 1937ع ۾ ڳوٺ سردار رضا محمد ڏاهري، تعلقي دولتپور، ضلعي نوابشاهه (موجوده بينظير آباد) ۾ ڄائو. پرائمري تعليم اباڻي ڳوٺ مان حاصل ڪيائين. سنڌي فائنل پاس ڪرڻ بعد 1956ع ۾ مئٽرڪ دوران پڙهڻ ڇڏي ڏنائين. رئيس جان محمد ڏاهري سياست ۾ ڪڏهن به حصو نه ورتو پر سندس ڀائر چونڊن ۾ بيهندا هئا، ۽ سندن حمايت ڪندو هو. پس پرده سياسي جوڙ توڙ ڪرڻ ۽ راڄ ۽ علائقي جي ماڻهن جا ڪم ڪرڻ ۾ خوشي محسوس ڪندو رهيو. روزانو صبح سوير اباڻي ڳوٺ مان نڪري دولتپور شهر ۾ پنهنجي بنگلي تي اچي ويهندو هو ۽ علائقي جي ماڻهن جا مسئلا ۽ مشڪلاتون ذات پات جي فرق کان سواءِ حل ڪندو هو. سڄو ڏينهن ماڻهن جي مسئلن حل ڪرڻ کان پوءِ شام جو ڳوٺ ويندو هو. کيس فيصلي ڪرڻ جو ڏانءُ ۽ خداداد لياقت هئي. جيئن سندس خاندان جو پهريون سردار جان محمد ڏاهري، ڪلهوڙن جي دور ۾ دانائيءَ ۽ عقلمنديءَ ۾ مشهور هو تيئن هي به سندس همنام هئڻ ڪري ڏاهپ ۽ واڪاڻ پريا فيصلا ڪندو هو. کيس سٺي زمينداري رهي. حد درجي جو مهمان نواز ۽ اوطاقي رهيو.

**ڏاهري، خان محمد:** رئيس خان محمد ڏاهري ولد رئيس جان محمد ڏاهري، 1964ع ۾ ڳوٺ سردار رضا محمد ڏاهري، تعلقي دولتپور، ضلعي نوابشاهه (بينظير آباد) ۾ پيدا ٿيو. پرائمري تعليم اباڻي ڳوٺ ۾ حاصل ڪرڻ کانپوءِ مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول دولتپور مان ڪيائين. انٽر 1982ع ۾ مهراڻ ڪاليج موري مان ڪرڻ کان پوءِ بي. اي (آنرس)



سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري مان ڪيائين. هن سنڌ يونيورسٽيءَ مان 1988ع ۾ ايم. اي (پوليٽيڪل سائنس) ڪئي ۽ ان بعد ايل. ايل. بي به ڪيائين. سال 1990ع جي عام چونڊن ۾ صوبائي اسيمبليءَ لاءِ پي. ايس. 22 تان پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي بيٺو ۽ ڪامياب ٿيو. 1993ع تائين صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر رهيو. کيس پنهنجي علائقي جا مسئلا حل ڪرائڻ ۽ شڪار ۽ والي بال راند سان شوق رهيو آهي. رئيس خان محمد ڏاهري گذريل نگران حڪومت ۾ ڪجهه وقت لاءِ سنڌ جو وزير تعليم پڻ رهيو.

**ڏاهري، رضا محمد:** رئيس رضا محمد ڏاهري، پنهنجي ترجو مشهور سياستدان، زميندار ۽ رڄ ڇڳو مڙس ٿي گذريو آهي. رئيس گلڻ ڄام ڏاهريءَ جو فرزند هو. 1944ع ڌاري ڳوٺ سردار رضا محمد ڏاهري، تعلقي دولتپور، ضلعي نوابشاهه (بينظير آباد) ۾ ڄائو. پرائمري ڳوٺ ۾ پڙهيائين ۽ مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول دولتپور مان 1959ع ۾ پاس ڪيائين. 1970ع جي اليڪشن ۾ صوبائي اسيمبليءَ جي سيٽ تي رئيس غلام مجتبيٰ خان جتوئيءَ جي مقابلي ۾ بيٺو پر ڪامياب ٿي نه سگهيو. 1983ع ۾ جنرل ضياءِ الحق جي دور ۾ سنڌ ڪائونسل جو ميمبر چونڊيو. 1985ع ۾ غير جماعتي چونڊن ۾ آزاد اميدوار طور سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر منتخب ٿيو. 1998ع ۾ پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر ٿيو.

سال 1986ع ۾ هن ڏاهري ذات جي 300 ماڻهن تي مشتمل 'ڏاهري فورس' قائم ڪيو. هن اُن فورس مان ايس. ايڇ. او ۽ ٻين عهدن تي ماڻهو ڪٽائي، بدامنيءَ جي دور ۾ حڪومت سان وڏو سهڪار ڪيو. 'ڏاهري فورس' جي قيام جو سبب هي هو ته جڏهن سنڌ ۾ ڌاڙيل ڪلچر ۽ بدامني عروج تي پهتي ته ان وقت جي وزيراعظم محمد خان جوڻيجي ۽ وزيراعليٰ سنڌ سيد غوث علي شاهه سنڌ جي زميندارن کان ڌاڙيلن کي ختم ڪرڻ لاءِ پنهنجا ماڻهو گهُريا. سردار رضا محمد ڏاهريءَ، ان سرڪاري آڇ کي قبول ڪندي ڏاهري فورس قائم ڪيو ۽ ان فورس وسيلي سرڪار سان سهڪار ڪيو.

رئيس رضا محمد ڏاهري عوامي خدمت ڪرڻ وقت پنهنجي ۽ پرائي جو خيال نه رکندو هو ۽ ماڻهن جي مسئلن حل ڪرڻ ۾ وڏي ناماچاري حاصل ڪيائين. رئيس رضا محمد ڏاهريءَ کي عرف عام ۾ 'ڏاڏو' سڏيو ويندو هو.




**ڏاهري رنگ محل (ڪتابي سلسلو):** هي ناول، محمد عثمان ڏيپلائي طرفان شروع ڪيل عبرت ڪتابي سلسلي جي جلد 2- سيپٽمبر آڪٽوبر ۽ نومبر 1942ع- 6-7-8 جي پرچي ۾ ڇپيو هو هن ناول ۾ مسلمان بادشاهن جي بهادري ۽ سندن حالات زندگيءَ کي نمايان انداز ۾ بيان ڪيو ويو آهي. ناول جو مصنف محمد عثمان ڏيپلائي آهي. اصل ۾ هيءَ ڪتاب

آريہ سماج طرفان مسلمان بادشاهن خلاف ڇپرايل ڪتابن جو جواب آهي، جنهن ۾ سندن خانگي حالتن کي نهايت تلخ ۽ سخت انداز سان پيش ڪيو ويو هو. خاص ڪري 'رنگ محل' ۾ مغل شهنشاهن جي اخلاقي ڪردار تي نهايت خراب انداز ۾ لکيل هو. جنهن ڏس ۾ ڏيپلائي صاحب ان وقت هڪ جذباتي مسلمان جي حيثيت ۾ پنهنجو فرض سمجهندي، ان جي جواب ۾ 'ڏاهري رنگ محل' ۽ ٻيا ڪتاب لکيا. جيڪي عبرت ڪتابي سلسلي ۾ شايع ٿيا هئا.

هيءُ پرچو (ناول) آفتاب پرنٽنگ پريس، صدر بازار، حيدرآباد سنڌ مان اسلاميہ دارالاشاعت، حيدرآباد ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ڪرائون سائيز جي 210 صفحن تي مشتمل آهي.

**ڏاهري، عبدالرحيم**: ناليوارو شاعر ۽ سگهڙ عبدالرحيم ولد ڇتن فقير ڏاهري، ڳوٺ صفر ڏاهري تعلقي شهدادپور ۾ 1902ع ڌاري پيدا ٿيو. بنيادي ديني تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيس ڳوٺ ڪنبن جي مدرسي ۾ ويهاريو ويو جتي 9 مهينا پڙهيو. جتي سندس استاد حاجي جمن ڏيرو هو. عبدالرحيم ڏاهري ۽ سندس وڏا پير صاحب پاڳاري جا مريد هئا. 1942ع ڌاري پنهنجو اباڻو ڳوٺ ڇڏي ضلعي نوابشاهه ۾ دوڙ ويجهو هڪ ننڍڙي ڳوٺ ۾ اچي آباد ٿيا. عبدالرحيم ڏاهريءَ شعر و شاعريءَ جي شروعات بيتن چوڻ کان ڪئي. ان کان سواءِ داستان، معجزا، مناجاتون ۽ مناقبا وغيره بہ چيا اٿس. سندس بيتن جو هڪ مجموعو 'عمر مارئي' بہ ڇپجي چڪو آهي. عبدالرحيم ڏاهري 1955ع کانپوءِ واري دؤر جي شاعرن ۾ هڪ برجستو شاعر ٿي اڀريو 'جمعيت الشعراء سنڌ' جي پليٽفارم تان منعقد ٿيندڙ ڪچهرين توڙي مشاعرن ۾ بہ شرڪت ڪندو رهيو. سندس شاعريءَ ۾ عروضي برجستگيءَ سان گڏوگڏ سگهڙائپ جو فن چڱو خاصو نظر اچي ٿو. عبدالرحيم ڏاهريءَ جا بيت ۽ داستان، سنڌي ثقافت جي قديم صنف 'نڙ بيت' سان واسطو رکن ٿا، جيڪي اڄ ڏينهن تائين سگهڙن جي ڪچهرين جي سونهن آهن. سندس نڙبيتن ۽ مناجاتن جو فقير قادر بخش رند خاص راوي آهي. عبدالرحيم ڏاهري 25 جون 1985ع تي وفات ڪري ويو. ڪيس مخدوم ابوالحسن ڏاهريءَ واري قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو آهي. سندس نڙ بيتن تي نوجوان اديب احمد خان سهاڳ ڪم ڪري رهيو آهي.

**ڏاهري، عبدالقادر**: ناميارو تعليمدان پروفيسر عبدالقادر ڏاهري، 10 جولاءِ 1932ع تي نوابشاهه ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم ٻانڌي ۽ بي. اي نوابشاهه مان پاس ڪري ڪراچي يونيورسٽيءَ مان سنڌي ادب ۾ ايم. اي پاس ڪيائين. تعليم مڪمل ڪرڻ بعد سنڌ انجمن حمايت الاسلام جي سچل سرمست ڪاليج حيدرآباد ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو. پروفيسر عبدالقادر ڏاهري اڳتي هلي نوابشاهه ۾ سچل سرمست ڪاليج جو بنياد وڌو. سنڌ يونيورسٽيءَ جي اڪيڊمڪ ڪائونسل جو 3 سال ميمبر رهڻ سميت ٽي سال سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ جو ميمبر ۽ سنڌ ڏاهري ويلفيئر ايسوسيئيشن جو جنرل سيڪريٽري رهيو آهي. هيءُ سچل سرمست ڪاليج نوابشاهه جو 1964ع کان 1962ع تائين پرنسپل بہ رهيو آهي. هن وقت رٽائر زندگي گذاري رهيو آهي.

**ڏاهري، غلام قادر**: رئيس حاجي غلام قادر ولد حاجي عبدالواحد خان ڏاهري، 1924ع ڌاري ڳوٺ هبيري، تعلقي دولتپور، ضلعي نوابشاهه (بينظيرآباد) ۾ جنم ورتو. قرآن شريف ۽ سنڌي فائنل استاد عبدالخالق ٻرڙي وٽ پڙهيو هو. قداور، بت ۾ پريل، حشمت ۽ ڏيا وارو رعبدار ۽ عاقل شخص هو. ڪيس ورثي ۾ تمام ٿوري زمين ملي، پر محنت ۽ جدوجهد سان ڪافي زمين وڌايائين ۽ نوابشاهه جي زميندارن ۾ سندس نالو سرفهرست رهيو. هن پنهنجي ڳوٺ ۾ مڊل اسڪول ۽ ديني مدرسو قائم ڪيو ۽ گڏوگڏ غريب شاگردن لاءِ بورڊنگ هائوس تيار ڪرايو. جنهن ۾ غريب شاگردن جي رهائش ۽ طعام جو مفت انتظام ٿيندو هو ان کان سواءِ ڳوٺ ۾ ٻيون ڪيتريون بلڊنگون، آسپاس جا رستا ۽ اسڪول تعمير ڪرائڻ ۽ غريب ماڻهن ۾ نلڪا مفت ورهائڻ جو ڪم بہ ڪيائين.

حاجي غلام قادر ڏاهري، زمين جي سار سنڀال کان سواءِ عام ماڻهن جي خدمت کي ترجيح ڏيندو هو. هو ذات پات جي فرق کان سواءِ سمورن ماڻهن جي خدمت کي عبادت سمجهندو هو ۽ هر جمعي ڏينهن عوامي عدالت لڳائي، ماڻهن جا فيصلا ڪندو هو. ڌاڙيلن ۽ چورن جو سخت مخالف هو. ڏوهي ماڻهن جي پشت پناهي نہ ڪندو هو. ڪيل فيصلا منشيءَ کان لکرائي، رڪارڊ تي رکندو هو.

حاجي غلام قادر ڏاهري، ديني تعليم جي فروغ لاءِ بہ ڪوششون ورتيون. يونين ڪائونسل هبيريءَ جو چيئرمئن رهيو. ضلعي ڪائونسل جو عهديدار رهيو. شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جو دوست ۽ ٻانهن ٻيلي رهيو. پر جتوئي خاندان سان بہ سندس گهرا تعلقات هئا. هن جو نوابشاهه ضلعي جي تن تعلقن تي مڪمل اثر رسوخ هو.

رئيس حاجي غلام قادر ڏاهريءَ کي ٻہ پٽ ٿيا. رئيس الاهي بخش ڏاهري ۽ رئيس الله بخش ڏاهري، ٻئي نوابشاهه ضلعي جا نامور زميندار آهن.

رئيس حاجي غلام قادر ڏاهريءَ کي هڪ قتل جي ڪوڙي ڪيس ۾ ملوث ڪري، سندس نالو ايف. آءِ. آر ۾ داخل ڪرايو ويو. رئيس ان قتل جي صفائي پيش ڪرڻ لاءِ فريادي ڌُر کي ڪيترا ڀيرا خانگي طور پيشڪش ڪئي، پر هو پنهنجي هٺ ڌرميءَ کان باز نہ آيا. ڪيس 26 آگسٽ 1968ع تي نوابشاهه ۾ ڪورٽ بيڏوهي قرار ڏنو ۽ هو جيئن ئي ڪورٽ کان ٻاهر نڪتو تہ سندس مخالف محمد صديق ڏاهريءَ فائرنگ ڪري کيس شهيد ڪري ڇڏيو ۽ هي سخي مرد تڏي تي فوت ٿي ويو. سندس ميت اصلي ڳوٺ هبيري آندو ويو ۽ جنازي نماز کانپوءِ مسجد لڳ سندس والد جي مزار پرسان هڪ چوڪنديءَ ۾ دفن ڪيو ويو.

**ڏاهري، غلام محمد**: ڊاڪٽر غلام محمد ولد حاجي الله ڏنو ڏاهري 1958ع ڌاري ڳوٺ سوڀي ڏاهري، تعلقي دولتپور، ضلعي نوابشاهه ۾ ڄائو. ڊاڪٽر غلام محمد ڏاهري قرآن جو حافظ، فارسي ۽ عربيءَ جو عالم آهي. ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ مان ورتائين. مئٽرڪ، انٽر ۽ بي. اي ڪرڻ کانپوءِ ايم. اي اسلامڪ ڪلچر ۾ 1986ع ۾، ايم. اي عربي 1988ع ۾، ايم. اي فارسي 1990ع ۾ شاهه عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور مان ڪيائين.

ڪجهه عرصي تائين مختلف اسڪولن ۾ عربي استاد طور رهيو. 1991ع ۾ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو امتحان پاس ڪيائين. 1992ع ۾ گورنمنٽ ڊگري ڪاليج سيوهڻ ۾ اسلامڪ ڪلچر جو ليڪچرار مقرر ٿيو. 1995ع ۾ علامه غلام مصطفيٰ قاسميءَ جي رهنمائيءَ ۾ مقالو مڪمل ڪري سنڌ يونيورسٽيءَ مان مخدوم ابوالحسن ڏاهريءَ جي فارسي ڪتاب 'سراج المصليٰ' تي پي. ايڇ. ڊي ڪيائين ۽ مخدوم ابوالحسن جو ٻيو ڪتاب 'نبراس تصاريف فارسيه' به هن جي ترجمي ۽ تحقيق سان 1996ع ۾ شايع ٿيو.

**ڏاهري ڪنري (ديهه)**: تعلقي جوهي، ضلعي دادوءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ ڪو به ڳوٺ شامل نه آهي.

**ڏاهري ڳُلڻ جام**: رئيس جام ڳلڻ ڏاهري، نوابشاهه ضلعي جو هڪ اهم زميندار ٿي گذريو آهي. هي رئيس سردار جان محمد ڏاهريءَ جو فرزند هو ۽ سال 1901ع ۾ ڳوٺ سردار رضا محمد ڏاهري، تعلقي دولتپور ۾ پيدا ٿيو. هن دولتپور مان سنڌي فائنل پاس ڪئي. ضلعي ڪائونسل نوابشاهه جو ميمبر رهيو ۽ صوبائي اسيمبليءَ جي چونڊ به وڙهيو ۽ اها صوبائي سيٽ ٻن تعلقن: موري ۽ سڪرنڊ تي مشتمل هئي. رئيس ڳلڻ جام يونين ڪائونسل دولتپور جو چيئرمين رهيو. ماڻهن جا ٻي ريا فيصلا ڪندو هو. علائقي جي ماڻهن ۾ سندس وڏو اثر رسوخ هو ۽ سندن مسئلن کي حل ڪرڻ ۾ خاص دلچسپي رکندو هو. ڪيس پنهنجي زمينداري به هئي، جنهن جي سار سنڀال خود ڪندو هو. وڏو اوطاقي، مهمان نواز ۽ راڄ ڀاڳ سان پيار ڪندڙ شخص هو.

رئيس ڳلڻ جام ڏاهريءَ 8 جولاءِ 1971ع تي جمعي جي رات وفات ڪئي. ڪيس سندس ڳوٺ پرسان شاهه حسين قبرستان ۾، شاهه حسين جي روضي جي دروازي وٽ دفن ڪيو ويو.

**ڏاهري، متارو خان**: متارو خان ڏاهري، سنڌ جي شاگرد سياست جو هڪ ٻيباڪ ڪردار، سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري جي آخري شاگرد يونين جو جنرل سيڪريٽري رهيو آهي. متاري خان ڏاهريءَ 1954ع ڌاري ڳوٺ محمد هاشم ڏاهري، ضلعي سانگهڙ ۾ جنم ورتو. سندس والد محمد هاشم ڏاهري پنهنجي وقت جو ڀاڳيلو شخص هو ۽ سندس ڏاڏو متارو خان پنهنجي دور جو وڏو پهلوان هو. متاري ڏاهريءَ ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪرڻ کان پوءِ شهدادپور ميونسپل هاءِ اسڪول مان مئٽرڪ ڪيائين ۽ شهدادپور ڪاليج مان ٿي بي. اي ڪيائين.



متارو ڏاهري هاءِ اسڪول جي زماني کان ئي سياسي ۽ سماجي سرگرمين ۾ اڳيرو رهيو. ڪيس 1975ع ۾ سنڌ ڪرائيم ايڪٽ هيٺ هڪ سال لاءِ جيل ڏسڻو پيو. ان وقت هي جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو ميمبر ٿي چڪو هو. هن جيل مان ٿي بي. جي جو امتحان ڏنو. جنهن بعد سنڌ يونيورسٽي، ڄام شوري ۾ پوليٽيڪل سائنس شعبي ۾ داخلا ورتائين.

ڪيس اهليت ۽ سياسي قربانين جي ڪري شاگرد يونين ۾ جنرل سيڪريٽري چونڊيو ويو. جڏهن ته يونين جو صدر شبير احمد لاکو هو. متارو ڏاهري شاگردن جو مقبول ليڊر ٿي اڀريو. جڏهن جساف ۾ گروهه بنديءَ جنم ورتو ته متاري ڏاهريءَ کي سائين جي ايم. سيد جنرل سيڪريٽريءَ لاءِ تجويز ڪيو. هن سيد جي فيصلي جي لڄ رکي. سندس سمورن شاگردن سان بهتر لاڳاپا رهيا. سال 1978ع جي آڪٽوبر ۾ پيپلز ميڊيڪل ڪاليج نوابشاهه جي شاگرديائي شيرين سومرو سان پيش آيل واقعي جي اطلاع تي ردعمل طور سنڌ يونيورسٽي، مهراڻ يونيورسٽي ۽ ايل ايم. سي جا هزارين شاگرد ڄام شوري ڦاٽڪ تي سراپا احتجاج ٿي نڪتا. جن ۾ متارو ڏاهري به پيش پيش هو. متارو ڏاهري ان احتجاج سبب ٻين شاگرد اڳواڻن سان گڏ مارشل لا جي ٻوهي ۾ آيو. سندس مائٽن ۽ عزيزن جي گهرن تي ڇاپا لڳا. سندس ڀاءُ محمد يوسف ڏاهريءَ کي گرفتار ڪري مٿس تشدد ڪيو ويو. ڪافي عرصو روپوش رهڻ کان پوءِ متارو ڏاهري 1979ع ۾ گرفتار ٿيو ۽ لڳيتو 5 سال جيل ۾ رهيو. قومپرست سياست ۾ متارو ڏاهري جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن سان واڳيل رهيو. هن جيل دوران امداد چانڊيي ۽ شير محمد مگرييءَ جي صحبت ۾ هن ۾ ترقي پسند سوچ پيدا ٿي. مطالعي سان ڀرپور چاهه رکيائين. قومپرست ترقي پسند جمهوري نظرين کي اپنايائين. متارو ڏاهري ملهه ۽ ڪبڏي راند جو شوقين هو. سنڌ جي ثقافت سان ڪيس بيحد چاهه هو. شاهه لطيف، جي. ايم. سيد ۽ سورهيه بادشاهه سندس آئيڊيل ڪردار هئا.

هن پوين سالن ۾ پنهنجي دوستن تاج مري، طالب جکري (عوامي پارٽي)، سليمان ڏاهري (عوامي تحريڪ) سان گڏجي، ڳوٺن ۾ ڪچهريون رکايون ۽ سياسي اختلافن کان مٿيرو ٿي قومي طبقاتي جاڳرتا ۾ حصو ورتو ۽ سياست ۾ رواداريءَ واري رجحان کي هٿي ڏنائين. سنڌ هاري ڪميٽيءَ ۾ به گڏجي ڪم ڪيائين. عوامي پارٽيءَ جو به ساٿ ڏنائين. مطلب ته قومي، جمهوري ۽ ترقي پسند سياست ۾ سرگرم رهي، رواداريءَ کي هٿي ڏنائين. متاري ڏاهريءَ پنهنجي علائقي ۾ ڪيترا سماجي سياسي ڪارڪن تيار ڪيا. پنهنجي اولاد کي اعليٰ تعليم ڏياري. مدي خارج سماج جي خاتمي لاءِ ظلم ۽ ڏاڍ خلاف جدوجهد ڪئي ۽ مشڪلاتن کي بهادريءَ سان منهن ڏنو. هن 12 سيپٽمبر 2011ع تي وفات ڪئي.

**ڏاهري، محمد ادريس**: نامور عالم مولانا محمد ادريس ولد حاجي رب رکيو ڏاهري، 17 سيپٽمبر 1949ع تي ڳوٺ مقيم ڏاهري، تعلقي دولتپور، ضلعي نوابشاهه (موجوده بينظيرآباد) ۾ ڄائو. هن پرائمري تعليم سان گڏ فارسيءَ جي تعليم مولانا خان محمد ڏاهريءَ کان ورتي ۽ عربي تعليم علامه محمد تنيي کان ورتي ۽ مدرسه افضل المدارس ڳوٺ مقيم ڏاهري ۾ درس نظاميءَ جو ڪورس مڪمل ڪري سند حاصل ڪيائين ۽ پوءِ اتان حيدرآباد، دُوره حديث مدرسه رڪن الاسلام ۾ پڙهي،



سند حاصل ڪيائين. اتان فارغ ٿيڻ ڪانپوءِ پنهنجي استاد جي نگرانيءَ ۾ فارسي ۽ عربي پڙهائيندو رهيو ۽ ان سان گڏوگڏ وعظ ۽ تقرير جو سلسلو به جاري رکيائين.

مولانا محمد ادريس جامع محمديه مدرسي شاهپور جهانيه جو سربراهه آهي. هيءُ بهترين مقرر ڪان سواءِ تصنيف ۽ تاليف جو صاحب به رهيو آهي. سندس 25 ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن. جن ۾ تفسير 'احسن البيان' قابلِ ذڪر آهي. جنهن جا چار جلد شايع ٿي چڪا آهن. سندس علامه مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو فارسيءَ مان ترجمو ڪيل هڪ ڪتاب 'مدح نامہ سنڌ' ڇپيل آهي. جنهن جو ٻيو ڇاپو سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد (2011ع ۾) ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. مولانا محمد ادريس جي نقشبندي سلسلي ۾ حضرت خواجه الحاج الله بخش نقشبنديءَ جي هٿ تي بيعت ڪيل آهي. هن وقت ديني ڪم ۾ مصروف آهي. سندس ڳوٺ ۾ پنهنجو هڪ عاليشان ڪتبخانو به آهي.

**ڏاهري، محمد شريف:** محمد شريف ولد سچڻ خان ڏاهري نامور سگهڙ آهي. هن 1934ع ڌاري ڳوٺ تاج محمد ڏاهري، تعلقي شاهپور چاڪر، ضلعي سانگهڙ ۾ جنم ورتو. ابتدائي طور چار درجا سنڌيءَ جي تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪرڻ بعد اڳتي پڙهي نه سگهيو. ننڍي هوندي ئي ڪيس اوطاقي ڪچهرين سان لڳاءُ هو. تنهن ڪري نوجوانيءَ ۾ سگهڙپائيءَ جي فن سان وابسته ٿيو. سگهڙپائيءَ جي هر صنف جو وٽس ڏانءُ هو. ڳجهارت، سينگار، هنر، ڏٺ، ڏهس، نصيحت وغيره ناهڻ جي چڱي ڄاڻ هئي. هن جي آواز جي آلاپ ۾ قدرتي ڇڪ آهي. ٽي-وي ۽ ريڊيو تي به ڳائي چڪو آهي. هيءُ ڳوٺ امان الله ڏاهري، شاهپور چاڪر، ضلعي سانگهڙ ۾ رهائش پذير هو ۽ ڪجهه سال ٿيندا ته گذاري ويو آهي.

**ڏاهري، مخدوم ابوالحسن:** (ڏسو: ابو الحسن ڏاهري، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد پهريون.)

**ڏاهلي:** ضلعي ٿرپارڪر تعلقي ڇاڇري جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڪاسياڻي، ڪنڙي، صلحاڻي، سڪاڻي، ڍوري، ڪيرائون، لطيف جي ڍاڻي، گمري جي ڍاڻي، بيڪن ڏاهلي، عالمسر ڪرانگهڙو، ويرپاڙو، عهد جي ڍاڻي، ڪرانگڙي ۽ ڪاني جي ويري.

**ڏاهو:** تعلقي ڪنڌڪوٽ جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

علي نواز خان محمد، ڏاهو ڳوٺ، اياز احمد ۽ شير محمد

**ڏاهي** (Labeo Calbasu): هڪ قسم جي مڇي، جيڪا پاڪستان جي ميداني علائقن وارن درياهن، واهن، ڍنڍن ۽ ندين ۾ عام ملي ٿي. ڏاهيءَ مڇي کي اردو ۾: ڪلبانس ۽ ڪالابان چئبو آهي. ڏاهي مڇي، ڪُرڙي، ڏنيري، موراکي ۽ رڙي وانگي هي سنڌ سميت پاڪستان جي ٻين هنڌن ۽ هندستان، بنگلاديش، نيپال ۽ ميانمار (برما) ۾ پڻ ڪثير انداز ۾ ملي ٿي. ڏاهي مڇي جيتوڻيڪ مِٺي ۽ تازي پاڻيءَ جي مڇي آهي، اُن جي باوجود جتي کارو ۽ مٺو پاڻي گڏجي ٿو اُتي به ٿئي ٿي. شاهبندر واري علائقي ۾ ڏاهي مڇيءَ کي ڪاري جي مڇي ڪري پڻ ڄاتيو ويندو آهي. هيءَ ڇلرن واري مڇي آهي، جيڪا به اڍائي فٽ ڊگهي ۽ وزن ۾ ڏيڍ ڪان به ڪلو ٿئي ٿي. ڪن حالتن ۾ ڏاهيءَ جو وزن ٽي ڪلو به ٿئي ٿو هن جو منهن ننڍو ۽ ڄاڙيون ٿلهيون ۽ جهالدار هونديون آهن. هن مڇيءَ کي منهن تي وات جي پرسان چار ننڍڙا وار مُڇن جي صورت ۾ هوندا آهن. ڏاهي مڇي رنگت ۾ ڪاري مائل سليٽي ٿيندي آهي. جنهن جي پنڪڙين جو رنگ ڪارو ٿئي ٿو هن تي ڏاهي نالو سياڻپ يا ڏاهپ جي ڪري پيو آهي. ڇاڪاڻ ته هيءَ بنهه سياڻي ۽ ڇرڪندڙ آهي ۽ هن جو آسانيءَ سان شڪار نٿو ڪري



سگهجي. ڪُرڙي يا ڏنيري وانگر ڏاهي جار ۾ ڦاسڻ سان ٽپا نه ڏيندي آهي، پر ڪا جاءِ، ڪو ڳُڙڪو يا هنڌ جانچي، اُتان نڪري ويندي آهي. هن اهڙيءَ جار ۾ واپس اچڻ جي ڏاهپ هوندي آهي، جنهن سان هوءَ جار ۾ ڦاٿل ٻين مڇين کي پڻ پنهنجي پويان لڳائي ڪڍي ويندي آهي. ڏاهي مڇي جار يا رڇ پوڻ جي صورت ۾ اڪثر ڪنارن تي گندگاهه ۾ لڪي ويندي آهي ۽ سولائيءَ سان جَهل نه ڏيندي آهي. ڏاهي مڇيءَ جون ڪان آگسٽ تائين آنا ڏيندي آهي، هڪڙي ڏاهي مڇي 7 لکن تائين آنا هر سال ڏئي ٿي. آنا ڏاهيءَ جي پيٽ ۾ آني يا ٻوريءَ جي شڪل ۾ هوندا آهن. جيئن پَلي جي آني ٿيندي آهي. هن جو گوشت لذيذ ۽ ڪنڊو سخت ٿيندو آهي. ڏاهي مڇي هڪ سال ۾ اٽڪل ڏيڍ سوا ڏيڍ فُٽ ڊگهي ۽ ڏيڍ ڪلو وزني ٿي وڃي ٿي. جڏهن ته خوراڪ پاڻيءَ ۾ موجود گاهه وغيره آهي. هيءَ پاڻيءَ جي تهه ۾ وڃي پنهنجي خوراڪ ڳوليندي آهي. جنهن ڪري کيس Bottom Feeder به چيو ويندو آهي. اُن ڪانسواءِ ننڍڙا آبي جاندار ۽ نامياتي جُزا (Organic Debris) به سندس خوراڪ آهي. هن کي همہ خور Omnivore به چئجي ٿو. گهڻي قدر ڏاهي مڇي سبزي خور (Herbivore) آهي. ڏاهي مڇيءَ جي ڪارن ڇلرن ۾ هلڪو اچو ٽڪو ٿيندو آهي. جنهنڪري سندس رنگ سليٽي نظر ايندو آهي. هيءَ مڇي پنهنجا آنا تازي پاڻيءَ ۽ ڍنڍن ۾ لاهيندي آهي. پر ٽلائن ۾ آنا نه ڏيندي آهي. سنڌو درياهه ڪانسواءِ ڏاهي مڇي ڪنهن دؤر ۾ منڇر ڍنڍ ۾ به جام هوندي هئي. هاڻي ڪينجهر ڍنڍ ڪان سواءِ ٻين ڍنڍن ۾ به ملي ٿي.

**ڏاهي جهرڪي (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي ناليواري سفرناما نويس الطاف شيخ جو نصيحت آميز مختلف ڪهاڻين جو مجموعو آهي. ڪتاب ۾ ليکڪ پاران دلچسپ عنوانن سان ڪهاڻيون ڏنيون ويون آهن، جن ۾ 'شيشي جو ٻوچ'، 'استاد ڦڏو ۽ چيو'، 'ٻاڳ واري ڪٽلي'، 'واڳٽائي گدڙ'، 'وتايو فقير'، 'نصيرالدين ۽ جاءِ سي ڪبايان'، 'ڪبايان ۽




چؤنرا'، 'حاجي سڳوري لاءِ دعوت'، 'هرڻ جو شڪار'، 'ڏاهو ڪيڪڙو' سميت 46 ڪهاڻيون شامل آهن. ڪتاب جو انتساب ليکڪ پاران پنهنجي استاد محمد خان ميمڻ جي نالي ڪيو ويو آهي. ڪتاب ۾ ڏنل هر ڪهاڻيءَ جي عنوان جي مٿان عنوان جي مطابقت سان اسڪيچ ڏنا ويا آهن. رنگين ٽائيٽل سان ڊيمي سائيز جي 150 صفحن تي مشتمل هيءُ ڪتاب روشني پبليڪيشن، ڪنڊياري پاران ڇپيل آهي. جنهن جي قيمت 100 رپيا ڄاڻايل آهي.

**ڏاهي مر ٽيان (ڪتاب)**: هي ڪتاب برک ليکڪا پوپٽي هيراننداڻيءَ جي مضمونن تي مشتمل آهي. جنهن جو مهاڳ پوپٽي هيراننداڻيءَ لکيو آهي. پوپٽي هيراننداڻيءَ ڪتاب جو مهاڳ 'اوڻويهين صدي ۾ هندستاني عورت' عنوان سان لکيو آهي. جنهن ۾ هن سنڌ هند جي عورت جو تفصيلي جائزو ورتو آهي. هن ڪتاب ۾ ليکڪا جا 22 مضمون شامل آهن. جن ۾: شاهه جو رسالو ۽ استري، ساهتيه ۽ سياست، اسان جو ورثو، ادب جي ميدان ۾ ڀرپور قدم رکندڙ، الا ڏاهي مر ٽيان، اسان جو اوائلي ساهت، سڄڻ ۽ سائيهه، سنڌي ٻارهن ماهه ڏينهن، سنڌي گهوٽ، ولايت ۾ سنڌين جي نئين ٽهي، ٽئگور ۽ سندس رچنا گيتانجلي، سنڌي لوڪ گيتن ۾ سماجڪ زندگي ۽ ٻيا مضمون شامل آهن.



ڊيمي سائيز جي 140 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب هر گوبند فائونڊيشن جي مالي سهڪار سان، وشال انٽرپرائيزرز، الهاس نگر، جون 2001ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ان جي قيمت 60 رپيا آهي.

**ڏائڻ (Witch Hag)**: هڪ خيالي ۽ خوفناڪ عورت، جيڪا ٻارن جو هياءُ کائي يا قبر مان مڙدا ڪڍي کائي. جنهن جي لغوي معنيٰ آهي: جٽڙي، پوتڻ، جادوگرياڻي، بدصورت عورت، ڀانپ، مڪار عورت، پوپي، ڏوتي وغيره.

ٻارن جي لوڪ ڪهاڻين ۽ قديم ڏند ڪٿائن ۾ ڏائڻ جي تشبيهه هڪ پوڙهي گهنجيل منهن واري شيطاني طاقت رکندڙ عورت سان ڏنل آهي. مختلف روايتن ۾ اچي ٿو ته ڏائڻ ڪيترا روپ بدلي سگهي ٿي ۽ بد خواهه مخلوق تصور ڪئي وڃي ٿي. ڏائڻ جو تصور هر تهذيب جي لوڪ ادب، ڏند ڪٿائن ۽ قصن ۾ ملي ٿو. وچئين دؤر واري انگريزي ٻوليءَ ۾ 'Hag'، پراڻي انگريزي ٻوليءَ ۾ 'Witch'، ساڳئي نموني جرمن ۾ 'Heks' ۽ سنڌيءَ ۾ 'ڏائڻ' وغيره. ننڍي کنڊ جي قديم لوڪ داستانن ۾ ڏائڻ جي شڪل هڪ پوڙهيءَ ردِ جهڙي ڏسي وئي آهي. ڏائڻ کي سنڌ جي هندو لوڪ ڪهاڻين ۾ 'ناني گُڪِي' به چيو وڃي ٿو. جڏهن ته سنڌ ۾ ٻي به عام روايت آهي ته ڏائڻ جا پير اُبتا ۽ وار وڏا ٿين ٿا. سندس چوٽيءَ ۾ هڪ تعويذ ٻڌل هوندو آهي. جيڪڏهن ڏائڻ پڪڙجي ويندي آهي ته پوءِ مڙس ماڻهو سندس چوٽيءَ مان اهو تعويذ ڪڍي ڇڏيندا آهن ته اها واپس عورت ٿي ويندي آهي. ڏائڻ متعلق مشهور آهي ته اها اڌيءَ رات جو گهر گهر کان ٻاهر نڪري ماڻهن جا جگر ڪڍي ڪچا کائيندي آهي. ان ڪري سنڌيءَ ۾ ان بابت هڪ پهاڪو به مشهور آهي ته: "ڏائڻ به ست گهر ڇڏيندي آهي."

اتر آمريڪي، جرمن، انگريز ۽ اسڪينڊينوين تهذيبن ۾ 'ڏائڻ' کي بدروح تصور ڪيو ويندو هو. اتي جي هڪ قديم لوڪ ڏند ڪٿا موجب ڏائڻ ننڊ ۾ سمهڻ واري مرد/ عورت جي سيني تي چڙهي ۽ کين ڀوائتا خواب ڏيکاري ٿي. جڏهن ستل ماڻهو جاڳي پون ٿا ته انهن جو ڪجهه وقت لاءِ ساهه رڪجي وڃي ٿو. سويڊن جي مشهور فلم 'Marianne' جو مکيه ڪردار پڻ 'خوفناڪ خوابن ڏسڻ واري ڪيفيت' ۾ مبتلا ڏيکاريو ويو آهي. اڄ جي جديد دؤر ۾ ان کي 'ننڊ جي بيماري' ۽ پراڻي دؤر ۾ 'ڏائڻ جو سايو' چيو ويندو هو. ڪجهه ڏند ڪٿائن ۾ ڏائڻ کي 'مافوق الفطرت' ۽ جادو ڄاڻندڙ ٻڌايو ويو آهي ۽ پراڻي دؤر ۾ ڏائڻن جي ڪهاڻين سان ٻارن کي ڊيڄاريو به ويندو هو.

سلوواڪيا جي هڪ ڏند ڪٿا، جيڪا اڄ جي دؤر ۾ بلڪل عجيب محسوس ڪئي وڃي ٿي، جنهن ۾ 'بابا ياگا' نالي هڪ ڏائڻ هئي، جيڪا هڪ ڪاٺ جي گهر ۾ رهندي هئي. سندس اهو گهر ڪڪڙ جي ٽنگن تي بيٺل هو. هوءَ هڪ اکريءَ ۾ چڙهي سڄي جهنگ ۾ ڦرندي رهندي هئي. هن جي هٿ ۾ هڪ ڏگهن نيلن وارو ٻهارو هوندو هو جنهن سان پنهنجو رستو ٻهاريندي ويندي هئي. اسڪاٽ لينڊ ۾ انهن ڏائڻن کي فطري طاقت سمجهيو ويندو هو خاص طور وڏين طوفاني هوائن کي ڏائڻ سان منسوب ڪيو ويندو هو. آئرلينڊ جي ڏند ڪٿائن ۾ ڏائڻ هڪ اُجڙيل غير آباد زمين کي ظاهر ڪري ٿي. لوڪ ڏند ڪٿا ۾ 'هيرو' ان ڏائڻ وٽ ٿو ۽ هن سان پيار جو اظهار ڪري ٿو. هوءَ جڏهن هيري جي حوصلي ۽ محبت کي قبول ڪري ٿي ته هوءَ به هڪ خوبصورت نوجوان ديوي ٿي پوي ٿي. ايران جي لوڪ ڏند ڪٿائن ۾ ڏائڻ کي 'بختڪ' سڏيو ويو آهي. ان لاءِ اهو تصور آهي ته هوءَ ستل ماڻهن جي سيني تي چڙهي، کين ڀوائتا خواب ڏيکاريندي آهي، جنهنڪري اهي ڪجهه وقت لاءِ بي سُڌ ۽ بي جان ٿي پوندا آهن.

مغربي ادب ۾ ڏائڻ کي هڪ بدخواهه، بدصورت پوڙهي عورت ڪري سمجهيو ويندو آهي. يورپ جي اونداهي دور ۾ ڏاهين ۽ چالاڪ عورتن کي ڏائڻيون (Witch) قرار ڏئي موت جي سزا ڏني ويندي هئي. ڏائڻ ان بدڪردار جادوگرياڻيءَ کي پڻ چيو ويندو آهي، جيڪا پنهنجي ڪيل هر بري فعل تي فخر محسوس ڪندي آهي.

**ڏائي (راند)**: راند جو هڪ قسم، جيڪا پاڻيءَ ۾ کيڏي ويندي آهي. هن راند ۾ ننڍا يا وڏا تارو ماڻهو راند ڪندا آهن. هيءَ راند گهڻو ڪري ڍنڍن ۽ ڪئنالن (وهندڙ پاڻيءَ) ۾ کيڏي ويندي آهي. هن راند کيڏڻ جو طريقو هيءُ آهي ته جيڪو اڳ ڏيندو، سو ٻين کان ڪجهه جدو ٿي ٽُٻي ڏيڻ مهل به آڱريون هٿ مٿي ڪري ڏيکاريندو، جنهن کي 'ڏائي' چوندا آهن. پوءِ اهو ٻين کي ونڻ يا هٿ لائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. جنهن ۾ بنا ٽُٻي هڻڻ جي به ترڻ يا ننڍي پاڻي هجڻ جي صورت ۾ پيرن سان هلي به وڃي ٿو

انهيءَ وچ ۾ جيڪڏهن ڪو پڄڻ وارو سُڪيءَ تي نڪتو ته اهو به ڪاتو پوءِ جيڪو اڳ ۾ ڪاتو اهو ۽ آڳ ڏيڻ وارو گڏجي ٻين کي پڪڙيندا، تان جو وڃي هڪ بچندو، جيڪو ٻيءَ راند لاءِ آڳ ڏيندو. اهڙيءَ ريت راند ٿيندي رهندي، جيستائين ٿڪجن نه ٿا.

**ڏايا** (ڏاها): هيءَ هڪ ذات آهي. جيڪي اصل ۾ بروهي آهن. هنن لاءِ مشهور آهي ته: زهري بروهيءَ جي پٽ جو نالو ڏايو هو. جنهن جي پٽيان هي ڏايا ۽ ڏاها سڏجن ٿا. ڏايا بلوچي زبان جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، پڄائڻ وارو. جنگ جو نغارو وڄائڻ واري کي به 'ڏايا' چيو ويندو آهي، راءِ بهادر هتورام، ڏايا کي موسائي ڪري لکيو آهي.

**ڏبر واهڻ**: سکر ضلعي جي تعلقي روهڙيءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڳوٺ گهنور جاگيراڻي، ڏبر واهڻ، ڪلاتي جاگيراڻي، ڪلر ڳوٺ، قابل جاگيراڻي، قبول ڊڪڻ، بيگو خان جاگيراڻي، بهاول جاگيراڻي، لالو لٻاڻو فيض محمد لٻاڻو، خالقڏنو جتوئي، بجار جتوئي، پناڻ ڪوٽ، تمون جاگيراڻي، ٻڍو، دادلو ۽ غازي فارم.

**ڏبلي وچولي**: تعلقي ڏوڪري، ضلعي لاڙڪاڻي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

غلام حيدر چنو، ڪيهر ٻڙدي، درياهه شاهه ۽ ميهڙ.

**ڏيلو ترائي**: هيءَ ترائي تعلقي عمرڪوٽ ۾ چور شهر کان ست ڪلوميٽر اوڀر- ڏکڻ ۾ ڏيلي پٽ جي هنج ۾ واقع آهي. برسات پوڻ دوران ڏيلي پٽ تان لهندڙ پاڻي ۽ آسپاس جي پٽن جي نئين مان وهندڙ پاڻي هن ترائيءَ ۾ داخل ٿئي ٿو. هن ترائيءَ جي چوگرد وڏين پٽن جي هئڻ سبب وسڪاري جي مند ۾ هتان جي خوبصورتي من موهيندڙ ٿئي ٿي. هن ترائيءَ ۾ چئن مهينن تائين پاڻي موجود رهي ٿو. هيءَ ترائي قديم دور کان موجود آهي. هڪ روايت آهي ته: "ڪلهوڙن جي شروعاتي دور ۾ جڏهن راجا راوت رٽمل نوهٽي کان نڪري، ليلمي ڏاهڻ وڃڻ وقت جانهيري ۽ عمرڪوٽ کان ٿيندي، ڪسل ڪوٽ ۾ ترسيو. تڏهن سندس لشڪر کي پاڻيءَ جي شديد قلت محسوس ٿي، جن پوءِ پاڻيءَ لاءِ ڏيلي ترائيءَ جو رخ ڪيو. جيڪا ڪسل ڪوٽ کان ڏيڍ ڪلوميٽر ڏکڻ- اوڀر طرف آهي."

**ڏتل ابڙو مسجد**: هيءَ قديم مسجد ضلعي قنبر- شهدادڪوٽ جي قنبر شهر کان 11 ڪلو ميٽرن جي مفاصلي تي ڳوٺ ڏتل ابڙي ۾ واقع آهي. هن مسجد جو بنياد 1870ع ۾ ڏتل خان ابڙي وڌو. هن مسجد جي اوچائي 17 فوٽ ۽ ويڪر 25 فوٽ آهي. پنجن فوٽن جو ڊگهو ۽ ستن فوٽن جو ويڪرو هڪ خوبصورت گنبذ اٿس. فرش اوائلي پڪين سرن سان جڙيل اٿس. هيءَ مسجد انگريز دور جي عمارت سازيءَ جي فن جو هڪ نادر نمونو آهي. هينئر هيءَ مسجد زبون حال ٿي وئي آهي. پر پوءِ به حسن برقرار اٿس.

**ڏتل شاهه جي چاڙهي**: ڏتل شاهه، ڪلهوڙن جي آخري ۽ ٽالپرن جي شروعاتي دور جو وڏو عالم، فاضل ۽ اهل الله ٿي گذريو آهي. سنڌ جو پهريون سنڌي مرثيہ گو شاعر سيد ثابت علي شاهه جڏهن ٽالپرن حڪمرانن وٽ ايندو هو ته ڏتل شاهه وٽ ضرور ويندو هو. ڏتل شاهه جو مقبرو حيدر آباد جي پڪي قلعي جي ايرندي طرف چاڙهيءَ تي آهي. اها چاڙهي گرونگر کان پڪي قلعي ڏانهن وڃڻ لاءِ آهي. اها چاڙهي ٽالپر دور حڪومت کان وٺي 'ڏتل شاهه جي چاڙهي' جي نالي سان مشهور آهي.

**ڏتل واهه**: تعلقي ڳڙهي خيري، ضلعي جيڪب آباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ رسول بخش بروهي نالي شامل آهي.

**ڏتو سيوهاڻي، قاضي**: هيءَ بزرگ ارغون دور ۾ سيوهڻ جو قاضي، مفسر ۽ علمِ جفر جو ماهر ٿي گذريو آهي. قاضي ڏتي ولد قاضي شرف الدين عرف مخدوم راهوءَ جي نسبت مخدوم قاضي محمود سان وڃي ملي ٿي. سندس وڏو ڏاڏو شيخ محمود سيوستاني ۽ والد شرف الدين ناليوارا بزرگ ٿي گذريا آهن. قاضي ڏتو مرزا شاهه حسن پاران قاضي القضات مقرر هو. هن ڪيترن ئي فاضلن جي صحبت مان فيض پرايو. ابتدائي تعليم پنهنجي والد کان حاصل ڪري، بعد ۾ علامه عبدالعزيز البهروي ۽ مخدوم محمود فخرپوٽي کان تعليم ورتائين. حديث جو علم حضرت مخدوم بلال وٽان حاصل ڪيائين. قاضي ڏتو سيوهاڻي، فارسي، عربي زبانن کانسواءِ ترڪي زبان جو به وڏو ماهر هو. والد جي وصيت موجب والد جي وفات بعد حضرت مخدوم بلال جي هٿ تي بيعت ڪيائين.

تحفة الڪرام ۾ چاٽايل آهي ته انهيءَ زماني ۾ جڏهن ڪتاب بلڪل ناياب هوندا هئا، سندس حافظو ايترو ته زبردست هو جو صفحن جا صفحا ياد پڙهندو هو. ڪيس قرآن شريف جا ارڙهن تفسير ياد هئا. مرزا شاهه حسن ارغون سندس علميت تي عاشق هو. جنهنڪري وٽس ڪيترو وقت پڙهيو ۽ ڪيس پاڻ کان گهٽو ڪري جدا نہ ڪندو هو. شاهه حسن ارغون، قاضي ڏتي جون تقريرون پنهنجي دستخط سان لکندو ويندو هو. مير محمد معصوم بکري لکي ٿو ته: "مون به علامه قاضي صاحب جي خدمت جو درس ورتو آهي." روايت آهي ته هڪ دفعي شاهه حسن ارغون وٽ هڪ ڪتاب سوڪڙيءَ طور آيل هو، جنهن جي عبارت ۽ مطلب ڪنهن به عالم کي سمجهه ۾ نٿي آيو. جڏهن اهو ڪتاب قاضي ڏتي کي ڏنو ويو ته پاڻ بنا ڪنهن رنڊڪ جي ان جي عبارت پڙهي ويو ۽ ان جو مطلب به ٻڌايائين. جنهن ڪري وقت جا سڀ عالم فاضل حيرت ۾ دنگ رهجي ويا. مرزا شاهه حسن ارغون، سيد نظام الدين، امير محمد معصوم بکري وغيره سندس شاگرد هئا. قاضي ڏتو علم جفر ۽ ٻين مخفي علمن جو به وڏو عالم هو. هن 970هه/ 1562ع ۾ وفات ڪئي. سندس مزار باغبان، ضلعي دادوءَ ۾ آهي.

**ڏٽ**: ٿر ۾ قدرتي طور ٿيندڙ ٻاجهين کي ڏٽ سڏيو وڃي ٿو. ٿر ۾ برسات کانپوءِ عام مندن ۾ وٽن توڙي زمين تي قدرتي طور پيدا ٿيندڙ کاڌي جون عام شيون: پُرٽ، چيڙ، ميها، ڪنييون، پپون، مريڙو، لُلُر، لنب، ڦوڳ، گولاڙا، ڳاگيون، ڏؤنرا، سانئون، پَڪا، سگر، پيرون، پُسيون، ڊگري، آراڙي، لگامي، ۽ ٻيو گاهه وغيره ڏٽ ۾ شامل آهن. ٿر جا ماڻهو اڪثر ڏٽ چونڊي هڪ مند کان ٻيءَ مند تائين ڪالرن ۽ سَٿن (دَنن/ ڪالرن) جي صورت ۾ دِڪي، چؤطرف واڙ ڏئي، سنڀالي رکندا آهن، پوءِ سارو سال ان تي گذران ڪندا آهن. برسات کانپوءِ ڪي قدرتي جهنگلي گاهه به پاڻمرادو اپرندا آهن، جن جو ٻج ڪيڏي ڪتب آٽبو آهي. جنهن کي به ڏٽ سڏيو ويندو آهي.



سال جي جدا جدا موسمن ۾ جدا جدا قسمن جا ميوا ۽ ڀاڄيون ٿينديون آهن، جيڪي ڏُٽ ڪري ليکبيون آهن. ڏٽ تي گذارو ڪندڙن کي 'ڏوتي' چئبو آهي. ڏٽ جهنگ جي قدرتي پيداوار آهي، جنهن تي ڪنهن جي به مالڪي ناهي هوندي ۽ ڪنهن جو به پئسو خرچ ناهي ٿيل هوندو. ان ڪري ترجا ماڻهو انهيءَ مان گهڻو فائدو حاصل ڪندا آهن. شاهه لطيف ڏٽ جو ذڪر ڪندي چيو آهي:

'آٽين ۽ چاڙهين ڏُٽ ڏيهاڙي سومرا.'

**ڏٽم، ٻڌم، پڙهيم، لکيم** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب عبدالخالق 'شهيد' سومري جو لکيل آهي. هن ڪتاب جو مهاڳ سنڌ جي نامور ڊراما نگار عبدالقادر جوڻيجي جو لکيل آهي. شهيد سومري هن ڪتاب ۾ ڪوٽڙي تعلقي جي مشهور شخصيتن شاعرن ۽ فنڪارن جا تعارف ڏيڻ سميت ڪوٽڙي شهر جي تاريخ ۽ ثقافت جي باري ۾ لکيو آهي. هن ڪتاب ۾ 433 صفحا ۽ قيمت 100 روپيا آهي.




**ڏٽون يا ڏٽ پروليون**: 'ڏٽ' لوڪ ادب جي هڪ صنف آهي، جنهن موجب ڪا وِٽ، ڪو سٽاءُ، يا ڪو واقعو ڏسي هنرمنديءَ سان نظم ۾ ان جا اهڃاڻ ڏيئي 'پرولي' راس ڪجي ته اهڙي پروليءَ کي 'ڏٽ' يا 'ڏٽ پرولي' چئبو آهي. جيڪڏهن شيءِ هڪ آهي ۽ ان جي اهڃاڻن کي رمز سان بيان ڪيو ويو هجي ته اها نسبتاً عام فهم 'ڏٽ يا ڏٽ پرولي' سڏجي ٿي.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي تحقيق مطابق اندازاً سئو ٻه سئو سال کن اڳ، سنڌ جي سگهڙن 'ڏٽن' جي ڏي وٺ کي پنهنجي رهاڻ ذريعي ڪافي فروغ ڏنو ۽ اکين سان ڏٺل شين يا واقعن کان وک وڌائي، خيالي واقعا تصور ۾ رکي ڏٽون جوڙيائون، جيڪي پوين سگهڙن جي صدري روايتن ذريعي محفوظ رهيون ۽ اڄا تائين لوڪ ادب ۾ رائج رهنديون پيون اچن. ڏٽ پروليون هيٺينءَ ريت هونديون آهن:

قد ڪوٽ، پيچ ڊگهي، نالي چڱي نار،
هر ڪنهن پکيءَ پر ٻه، هن پکيءَ پر چار،
کُهينس ته رت نه نڪري، جنهن جو ماس ناهي درڪار،
جڏهن چڙهي، شوق شڪار ته نر ماري ٿي نار.

(پنيوري)

ڪاري ڪڪر گوڙ سان، ٿو ڏهاڙي وَسي
نڪا ڦڙي آبَ جي، نڪو ريج رُسي
اُن جي وس پسي، عالم ٿئي آباد رهي

(چنڊ)

**ڏڏر** (ذات): هيءَ هڪ ذات آهي، جيڪي اصل ۾ حملائي ۽ برفت راڄ مان آهن. ڏڏرن جي اڪثريت ٺاٺي بولا خان ۾ آباد آهي. هنن جي راڄ جو سردار ملڪ اسد سڪندر آهي. ڏڏر، ڄام برفت جي پٽ مير بادين جو اولاد آهن.

**ڏڏر**: ڪنڌڪوٽ تعلقي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

علي محمد عرف قيس پيو، نور محمد ڪوسو، حامد ملڪ، جهنگل ميربحر، باگڻ خان، ملوڪ پيو، قربان علي، قيس پيو، قالو خان پيو ۽ رئيس خير محمد خان.

**ڏڏُ** (Eczema): ڏڏِ، چمڙيءَ جي اهڙي بيماري آهي جيڪا ڪنهن به عمر واري انسان کي ڪنهن به موسم ۾ ٿي سگهي ٿي. هيءَ چمڙيءَ جي گهڻ پاسائين ۽ گهڻ رُخي بيماري آهي، جيڪا ڪنهن هڪ شڪل ۾ ظاهر ناهي ٿيندي، ڪڏهن خشڪ هوندي آهي ته ڪڏهن تر، ڪڏهن هن جي مٿان ڇلر ڇميل هوندا آهن ته ڪڏهن ننڍڙا ننڍڙا جهير ٿيندا آهن ته ڪڏهن وري وڏا ڦٽ ٿيندا آهن. هيءَ بيماري تازي هجي يا کُهني، پر وچڙندڙ (Contagious) نه آهي. هيءَ مريض جي پنهنجي جسم جي عضون ۾ ته هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ پکڙجي سگهي ٿي، پر ٻين صحتمند ماڻهن ۾ وبا وانگر پکڙبي نه آهي. اڄ تائين اهو پتو پئجي نه سگهيو آهي ته ڏڏِ جي ٿيڻ جا سبب (Aetiology) ڪهڙا آهن.



(الف) **ڏڏِ جا قسم** (Types of Eczema): هونئن ته ڏڏِ جا انيڪ قسم آهن، پر بنيادي ڄاڻ لاءِ چمڙيءَ جي ماهرن (Dermatologists) هن بيماريءَ کي بدني هنڌ (Anatomical Location) ۽ ظاهري ڏيکاءَ جي آڌار تي هيٺين اهم قسمن ۾ ورهايو آهي:

(1) ڳاڙهن نشانن واري ڏَڏِ (Eczema Erythemtosum)
(2) ڦلوڪڙن واري ڏَڏِ (Eczema Vesiculosum)
(3) ڳوڙهين واري ڏَڏِ (Eczema Papulosum)
(4) ڦوڦيندن واري ڏَڏِ (Eczema Pustulosum)
(5) ڳاڙهي ڏَڏِ (Eczema Rubrum)
(6) ڇيلري ڏَڏِ (Eczema Squamosum)

(1) ڳاڙهن نشانن واري ڏڏ (Eczema erythem xtosum): هن قسم جي ڏڏ عمر جي هر حصي ۾ ٻاروتڻ کان وٺي پيريءَ تائين نڪرندي آهي، پر گهڻن کي هيءَ ڏڏ اڌ وهيءَ ۽ پيريءَ ۾ نڪرندي آهي. هن قسم جي ڏڏ، منهن، هٿن ۽ پيرن جي ترين ۽ جنسي عضون تي نڪرندي آهي. هن ڏڏ جي نڪرڻ کان اڳ ۾ ان جاءِ تي ٻهريائين خارش ٿيندي آهي، جنهن کي کنهڻ کان پوءِ ان هنڌ تي چلڪندڙ ڳاڙهو نشان ٿيندو آهي، پوءِ ننڍڙين ننڍڙين ڦرڙين جي سنهي ٻوار ظاهر ٿيندي آهي. جيڪا گولائيءَ ۾ دائرو ٺاهي (Circumference) بيهندي آهي ۽ انهيءَ دائري جي چمڙي سخت ۽ کهري ٿي ويندي آهي. جنهن جي مٿان يا ته چلر ٺهي بيهندا آهن يا ڏڏ ۾ جهير ٿيندا آهن. يا وري ڪڏهن ڪڏهن انهن مان رڳو سُتُ پيو ڳڙندو آهي. جڏهن ڏڏ مان سُتُ ڳڙندو آهي ته ڏڏ ۾ گهڻي باهه ۽ چتي خارش ٿيندي آهي ۽ مريض خارش ڪري، ڏڏ واري جاءِ مان هٿ ڪڍندو ناهي ۽ زور زور سان کنهندو رهندو آهي. ڏڏ ۾ ساڙو ۽ خارش موسم جي بدلجڻ تي يعني ٿڌ ۽ گرميءَ تي وڌي ويندي آهي.

(2) ڦلوڪڙن واري ڏڏ (Eczema Vesiculosum): هن قسم جي ڏڏ ننڍن وڏن ٻارن کي مُنهن تي نڪرندي آهي، جڏهن ته نوجوان ماڻهن جي آڱرين، هٿن، ڳچيءَ، بغلن، ٿونٺين ۽ گوڏي جي هيڪڙن (Flexures) ۾ نڪرندي آهي. ڏڏ ٿيڻ کان اڳ ڏڏ نڪرڻ واري جاءِ تي ساڙو ۽ هلڪي خارش ٿيندي آهي، کنهڻ کانپوءِ اها جاءِ ڳاڙهي ٿي ويندي آهي، دير سوير ان جاءِ تي ڪِولِ (رڪِلِ Ant) جي مٿي جيترا يا ٻاجهريءَ جي داڻن جيترا داڻا نڪرندا آهن. ڪجهه وقت کان پوءِ انهن داڻن ۾ شفاف سُتُ پرجي ويندي آهي، تنهنڪري چمڙيءَ تي ننڍڙا ننڍڙا ڦلوڪڙا (Vesicles) ٺهي بيهندا آهن. جيڪي اڳتي هلي پاڻ ۾ ملي (Coalesces) ويندا آهن. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ اُهي ڦوڦيندا کنهڻ يا مهٽڻ ڪري ڦِسي پوندا آهن. ڦسيل ڦوڦيندن مان چنبڙندڙ سُت/ ڳاڙهو ڳڙندو رهندو آهي. اهو ست تيزابي به هوندو آهي. جيڪو سُڪي وڃڻ کان پوءِ ڳاڙهي ڳِتول رنگ جو ڪرنڊ (Crust) ٺاهي بيهندو آهي ۽ پوءِ ڪرنڊ آهستي آهستي لهي ويندو آهي. ڪرنڊ لهڻ کان پوءِ چمڙيءَ واري جاءِ ڳاڙهي ٿي ويندي آهي، جنهن کي ڇُهڻ سان اها جاءِ ڏکندي آهي. جيڪڏهن هن قسم جي ڏڏ ڪُهني ٿي وڃي ته رات جو نوان پاڻيءَ وارا ڦلوڪڙا نڪرندا آهن. جن کي کنهڻ سان ويتر مرض وڌي ويندو آهي. ڪُهني ٿيڻ کان پوءِ هن مرض ۾ ٻه صورتون پيدا ٿينديون آهن: هڪ جڏهن مرض چٽڻ تي ايندو آهي ته ان جو ڳاڙهو ڪجهه وقت لاءِ چمڙيءَ تي ڦڪو خاڪي تهه ٺاهيندو آهي، ان تهه جي هيٺيان واري جاءِ آلي هوندي آهي. انهيءَ آليءَ جاءِ جي خشڪ ٿيڻ کان پوءِ ڪرنڊ ٺهي بيهندو آهي، جيڪو بعد ۾ وڏي چلر (Scales) جي صورت وٺي بيهندو آهي، ان ڪري ڪجهه وقت لاءِ ان کي 'جيلري ڏڏ' به چئبو آهي. جيستائين وڃي اهو چلر ڇنڊ جي هيءَ صورت هن ۾ اها پيدا ٿيندي آهي ته اهي ڦلوڪڙا ڳاڙها ڳِتول ٿي ويندا آهن ۽ ٺيڪ نه ٿيندا آهن، تنهنڪري ان کي 'ڳاڙهي (ڳِتول) ڏڏ' چيو ويندو آهي.

(3) ڳوڙهيءَ جهڙي ڏڏ (Eczema Papulosum (Lichen Simplex: هن قسم جي ڏڏ ۾ ڳوڙهيون ٻاجهريءَ جي داڻن جيڏيون گول هجن يا ڇهنبدار، پڪڙيل هجن يا گڏ، ڳاڙهيون هجن يا چلڪندڙ ڳاڙهيون هجن. سدائين ٻانهن، ڏورائين، ٽنگن ۽ عضون جي هيڪڙن (Flexures) ۾ نڪرنديون آهن. هيڪڙ هيڪڙ ڪو پيٽ تي هن قسم جي ڏڏ نڪرندي هجي پر مٿي تي ڪنهن به صورت ۾ ناهي نڪرندي. جيڪا علامت هن ڏڏ کي ٻين قسم جي ڏڏ کان سڃاڻپ ۾ الڳ ڪري بيهاري ٿي. هن قسم جون ڳوڙهيون اڇي رنگ جون هونديون آهن. جن جي چوٽيءَ تي رت جي ٽِبڪن وانگي نشان هوندو آهي، جيڪا پڻ هن ڏڏ جي خاص علامت آهي. هن قسم جي ڏڏ ۾ چتي خارش ٿيندي آهي. کنهڻ تي ڏڏ جون ڳوڙهيون چوٽيءَ کان ٽُٽي پونديون آهن ۽ انهن تي رت جا ننڍڙا ننڍڙا چلر جمي بيهندا آهن. جيئن ته هن ڏڏ ۾ ڳوڙهين ۾ خشڪ ڳوڙهيون هونديون آهن رڳو ڳوڙهين جي منهن (چوٽيءَ) تي رت هوندو آهي، اُهو به گهڻو نه پر ٽِبڪي جيترو هوندو آهي، تنهنڪري ڳوڙهين جي ٽٽي/ڦاٽي پوڻ کان پوءِ انهن ڳوڙهين جي مٿان رت جا چلر ڄمندا آهن. جيڪي ڪجهه ڏينهن کان پوءِ ڪِلر ٿي ويندا آهن.

(4) ڦوڦيندن واري ڏڏ (Eczema Pustulosum): هن قسم جي ڏڏ ٻارن جي منهن ۽ خاص ڪري مٿي تي نڪرندي آهي، وڏن ماڻهن جي سٿرن، ٽنگن جي هيٺين حصن ۾ ۽ ڏاڙهيءَ ۾ به نڪرندي آهي. هيءَ ڏڏ گهڻو ڪري ساڳئي نموني نڪرندي ۽ پکڙبي آهي، جيئن ڦلوڪڙن واري ڏڏ (Vesculosum Eczema) نڪرندي ۽ پکڙبي آهي، پر هن ڏڏ جا ڦلوڪڙا آهستي آهستي گند سان پرجي وڏا ٿي ڦوڦيندا بڻجي ويندا آهن. جڏهن هي گهڻا وڏا ٿي ويندا آهن ته ڪنهن هڪ هنڌ تي پاڻ ۾ ملي Coalesces ويندا آهن: ڦوڦيندا وڏا ٿيڻ کان پوءِ پاڻمرادو يا کنهڻ تي ڦاٽي پوندا آهن. جن مان تمام گهڻو چنبڙندڙ سُتُ گند وهندو آهي، جڏهن گند وهڻ بند ٿي ويندو آهي ته اهو سڪڻ کان پوءِ ان جاءِ تي ڦڪي سائي رنگ جو يا ناسي رنگ جو ڪرنڊ جمي بيهندو آهي. جيڪا هن ڏڏ جي خاص علامت آهي. هي ڏڏ جڏهن ڪُهني (Chronic) ٿي ويندي آهي ته ڏڏ ۾ باهه، سور، خارش ۽ سوڄ ٿيندي آهي، ڦوڦيندن مان گند پيو وهندو آهي، جيڪو گند گهاٽو ۽ چنبڙندڙ هوندو آهي، ان ڪري مريض جا وار هڪ ٻئي ۾ چنبڙي ڳِتجي پوندا آهن. هي مرض جڏهن ٻارن تي زوردار حملو ڪندو آهي ته ٻارن جي مٿي جي چمڙيءَ جي چربيءَ وارن غدودن (Sebaceous Glands) تائين هيٺ اثر ڪندو آهي، جنهنڪري چربيءَ وارن غدودن مان نڪرندڙ چربي ۽ هٿن ڦوڦيندن جو سُتُ گڏجي ٻئي چنبڙندڙ مواد ٺاهيندا آهن. جنهن سان وار هڪ ٻئي ۾ ائين چنبڙي پوندا آهن، جڻ ٻارن جي مٿي کي لِپري (Poultice) لڳل هجي، ڪجهه ڏينهن کان پوءِ ان لپريءَ جهڙي مواد مان ڍونڊ جهڙي ڇٽ (Rancidodor) ايندي آهي، جيڪا ڏڏ جي مهلڪ حالت هوندي آهي.

(5) ڳاڙهي (ڳِتول) ڏڏ (Eczema Rubrum): هن قسم جي ڏڏ سمورن قسمن جي ڏڏ جو مهلڪ نمونو آهي، جڏهن مٿين سيني قسمن جي ڏڏ خاص ڪري ڦلوڪڙن ۽ ڦوڦيندن وارين ڏڏ جو صحيح علاج نه ٿيندو آهي ۽ مريض ۾ گهڻي عرصي تائين ٻئي بيماريون قائم رهي ڪُهنيون بڻجي پونديون آهن ته هن قسم جي ڏڏ ٿي پوندي آهي. هيءَ ڏڏ ڳاڙهي ڳِتول رنگ جي ڏسڻ ۾ ايندي آهي. منجهس سوڄ هوندي آهي ۽ چمڙيءَ ۾ اندر تائين وڙ ڪري ويندي آهي: جنهن مان چنبڙندڙ، گرم ۽ خارش ڪندڙ سوت/ ٽشو ۽ رت

پيو وهندو آهي ۽ آخر ۾ ڏڌ جي مٿان ڪرنڊ جمي بيهندو آهي. جيڪو پڻ ڳاڙهي رنگ جو هوندو آهي. هن قسم جي ڏڌ ٻارن جي منهن تي، نوجوان ۽ اڌڙوٽ ماڻهن جي ٽنگن، چتڙن/ڀنڊڻن، نهائينءَ ۽ عضون جي ڀيڪڙن (Flexures) ۾ نڪرندي آهي. جنهن سان لاڳيتو چنبڙندڙ، گرمي، خارش ڪندڙ ٽُشو ۽ رت پيو ڳڙندو آهي. جيڪا هن قسم جي ڏڌ جي بنيادي ۽ خاص علامت آهي.

(6) **چيلري ڏڌ** (Eczema Squamosum): هن قسم جي ڏڌ ڳاڙهن نشانن واري ۽ ڳوڙهين واري ڏڌ جو ڪُهنو قسم آهي. هن قسم جي ڏڌ ۾ سُٽ به ڳڙندو آهي ۽ ان تي چلري به چڙهندا آهن جيڪي چلر اڇي يا پوري خاڪي رنگ جا سنها تهه جوڙيندا آهن. ۽ اهي چلر ۽ تهه هڪ ٻئي ۾ چنبڙيل هوندا آهن. ڳاڙهن نشانن واري ڏڌ جڏهن ڪهني ٿي وڃي ۽ ان جو علاج نه ڪرايو وڃي ته اوس هن قسم جي ڏڌ ٿي پوندي آهي. پرهونئن به ڏٺو ويو آهي ته هر هڪ ڏڌ جڏهن پراڻي ٿيندي آهي يا ختم ٿيڻ تي لڳندي آهي ته ان جي مٿان چلر جمندا آهن.

**ڏسي ڏوهه اکين سين (ڪتاب)**: 'ڏسي ڏوهه اکين سين' ڪتاب جمال ابڙي جي آتم ڪٿائي سلسلي جو پهريون ڪتاب آهي. هن ڪتاب جو ٻيو ڀاڱو: 'اونهي ڳالهه اسرار جي'، ٽيون ڀاڱو: 'توهه ۾ ڳاڙها گل'، چوٿون ڀاڱو: 'ايندو نه وري هي وڻجارو' ۽ پنجون: 'مَرُپيا مينهن وسن' نالي سان ڇپيو هو. پهرئين ڀاڱي 'ڏسي ڏوهه اکين سين' ۾ 238 صفحا آهن. جنهن جو پهريون ڇاپو فيبروري 1998ع ۾ ڇپيو آهي. ڪتاب جي ڪچي جلد جي قيمت 100 روپيا ۽ پڪي جلد جي قيمت 130 روپيا ڄاڻايل آهي.




**ڏڦو**: هيءُ قديم دؤر جي ماڻهن پاران ايجاد ڪيل شڪار جو هڪ اوزار آهي. جنهن سان ماڻهو جهنگلي جانورن جو شڪار ڪندا هئا. هي چار پنج فوٽ ڊگهي ڪاٺي ٿئي ٿي، جنهن جي هڪ پڇڙ تي لوهه يا ٽامي جو تير وانگر ڇهنبيارو ڏڳو لڳل هوندو آهي. جيڪو تيز ڌار سان هوندو آهي. جڏهن ته هن جي ٻئي ڇيڙي ۾ هٿ وجهڻ لاءِ مُلِيو هوندو آهي. هن هٿيار سان شڪار کي پنجن ڇهن فوٽن تي سڌو مارُ ڪري، ان جي پيٽ ۾ ڏڳو ٽنبي، ان کي ڪرڻ تي مجبور ڪيو ويندو آهي. شڪار جيئن ئي زخمي ٿيندو هو ته اوائلي دؤر جا ماڻهو ان جي ويجهو وڃي ڦاسائي ويجهو آڻيندا هئا. ڪنهن سمي ڏڦو وڏي شڪار جو اوزار هو. هن اوزار کي استعمال ڪندڙن کي 'ڏڦير' سڏيندا آهن. اڄ تائين به ڪڇي جي علائقي ۾ سوئرن جو ڏڦي سان شڪار ڪيو ويندو آهي. گهڻو ڪري ماڇي قبيلو هي شڪار ڪرڻ ۾ پڙ آهي. وڏيرا ڪاٺن ڏڦي سان شڪار ڪرائيندا آهن. جيڪو وڏي ڪاريگريءَ جو عمل آهي. ڏڦيرَ ماهر شڪاري هوندا آهن. پر سماجي هيٺ- مٿانهينءَ واري ڪُڌي رواج سبب ڪڏهن ڪڏهن نفرت مان به 'ڏڦير' لفظ جو استعمال ڪيو ويندو آهي. منڇر ڍنڍ ۾ به هن ڏڦي سان مڇيءَ جي شڪار جو ڪجهه سال اڳ تائين رواج هو ۽ ان لاءِ ٻيڙين ۾ ڏڦا رکيل هوندا هئا.

**ڏڦير**: دراوڙي نڪ جي هڪ ذات، جيڪي ڏڦي سان شڪار ڪندا هئا. پراڻي دؤر ۾ ماڻهن جو گذرسفر شڪار تي هوندو هو. زرعي سماج ۾ به هي ذات زراعت سان گڏ شڪار سان وابسته رهي. ڪڇي ۾ سوئر جو شڪار ڏڦي سان ڪندڙن کي ڏڦير چوندا آهن. جڏهن ته منڇر ۾ ڏڦي سان مڇي ماريندڙ هاڻي رهيا ڪونه آهن. پر جڏهن هئا ته اهي شيخ سڏبا هئا. ڏڦير هندن توڙي مسلمان ۾ ٿين. ٿر ۾ مينگهواڙن جو هڪ پاڙو به 'ڏڦير' آهي. ماڇين مان جيڪي ڏڦي سان سوئر کي مارين، تن کي به ڏڦير چوندا آهن.

**ڏڪر (ديهه)**: تعلقي ڪوٽڏيجي، ضلعي خيرپور جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

صوفن پٽي، عبدالعزيز چانڊيو، حاجي گل محمد پٽي، عبدالله اجڻ، محمد خان سولنگي، يارمحمد مري ۽ دين محمد ڪوڪر.

**ڏڪايل، غلام حيدر ڪلهوڙو**: ناميارو شاعر غلام حيدر 'ڏڪايل' ڪلهوڙي جو پورو نالو علي حيدر ولد محمد صادق ڪلهوڙو هو. سندس جنم 1932ع ڌاري پير جي ڳوٺ لڳ نئين ديري ۾ ٿيو. هن پرائمريءَ تائين تعليم حاصل ڪئي. اٽڪل 20 سالن جي ڄمار کان شعر و سخن جي ميدان ۾ پير رکيائين. سندس شمار اهڙن شاعرن ۾ ٿيندو هو جيڪي مشاعرن توڙي ڪتابي دنيا کان پري پنهنجي مُنهن سان مختلف گيتن، غزلن ۽ ڪلامن جي طرزن تي شعر لکندا آهن. غلام حيدر 'ڏڪايل' جيتوڻيڪ شاعريءَ جي باقاعده تربيت ڪنهن کان ڪا نه ورتي، پر اُن هوندي به سندس اسلوب ايترو ته پڪو ۽ پختو هو جو سندس شعر ۾ عروضي گهرجون تقريباً پوريون هونديون هيون. سندس شاعريءَ جا ٻه مجموعا: (1) 'سجڻ جا سور' ۽ (2) 'سورن سٽ' 1980ع ڌاري ڇپجي منظرعام تي آيا. ان ڪانسواءِ سندس شاعري ڪيترن فنڪارن پنهنجي آواز سان ڳائي آهي. جن جون آڊيو ڪئسٽون به موجود آهن. سندس ڪلام ريڊيو ۽ ٽيليويزن تي به نشر ٿي چڪو آهي. غلام حيدر 'ڏڪايل'، سر شاهنواز ڀٽو شگر مل نئين ديري ۾ ملازم هو ۽ 28 نومبر 1991ع تي وفات ڪيائين.

**ڏک سکن جي سونهن (ڪتاب)**: هيءُ ڪتاب نوجوان ڪهاڻيڪار گل ڪوندر جي ناوليٽ ۽ ڪهاڻين تي مشتمل آهي. هن ڪتاب ۾ 'ڏک سکن جي سونهن' جي سري هيٺ ناوليٽ ۽ ڏهه ڪهاڻيون 'آس جي پڄاڻي'، 'ويهن سالن ڪانپوءِ'، 'ڪنهن سان شل اٿين نه ٿئي'، 'ڪاش اٿين نه ٿئي ها'، 'ديس جا پار'، 'محبت جي ميخ'، 'خوشين جي باغ ۾ اداس وڻ'، 'عزت ۽ محبت'، 'گل ۽ خوشبوءِ'، 'بهار ۽ خزان' شامل آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ 'ڪهاڻي نماڻي' جي سري هيٺ نالياري ڪهاڻيڪار طارق عالم ابڙي لکيو آهي. جڏهن ته ڪتاب ۾ ناز سنائيءَ جو رايو به شامل آهي. هن ڪتاب جي ٽائيٽل تي مرتضيٰ سيال جو تاثر ڏنو ويو آهي. 104 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 30 روپيا آهي. جنهن کي سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد نومبر 1993ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.



**ڏکندو ڏور ٽلي** (ڪتاب): هي ناليواري شاعر عبدالقيوم 'صائب' جي شاعريءَ جو مجموعو آهي جنهن ۾ حمد، نعت، نظم، غزل، رباعيون، قطعا، گيت ۽ ترائيل وغيره شامل آهن. هن ڪتاب ۾ ناليواري اديب ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم خليل ۽ نياز همايونيءَ جا ليکڪ جي شاعريءَ تي رايا پڻ شامل آهن. ڪتاب جي آخر ۾ غلطين جي نشاندهيءَ لاءِ درستين جو سهونامو ڏنل آهي. 332 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب کي سنڌي ادبي بورڊ جامشوري جي اڳوڻي سيڪريٽري شمشيرالحيدري، 1995ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪچي جلد سان هن ڪتاب جي قيمت 85 روپيا آهي.

**ڏکڻ آفريقا**: هن ملڪ جو سرڪاري نالو جمهوريه ڏکڻ آفريقا آهي. هيءُ ملڪ جيئن ته آفريقا کنڊ جي ڏکڻ ۾ آخري چيڙي تي آهي، تنهنڪري هن کي ڏکڻ آفريقا جو نالو ڏنو ويو آهي. هن ملڪ جي اتر ۾ نميبيا، بوٽسوانا ۽ زمبابوي ۽ اوڀر ۾ موزمبيق، سئيزرلينڊ ۽ هندي سمنڊ، ڏکڻ ۾ هندي سمنڊ ۽ اولهه ۾ ائٽلانٽڪ سمنڊ آهي. هن جي اوڀر کان اولهه طرف ڊيگهه 1625 ڪلوميٽر (1010 ميل) ۽ اتر کان ڏکڻ طرف ويڪر 1408 ڪلوميٽر (875 ميل) آهي. ڏکڻ آفريقا جي آزاديءَ جو ڏهاڙو 31 مئي 1961ع آهي ۽ سندس گاديءَ جو هنڌ پريٽوريا (انتظامي) ۽ ڪيپ ٽائون (آئيني) آهن. هن جي چورس پکيڙ 1221037 ڪلوميٽر آهي، جڏهن ته هتان جي آبادي 2011ع جي انگن اکرن مطابق 50586757 آهي. هتان جي ڪرنسي جو نالو رينڊ آهي. انتظامي طور هيءُ ملڪ 9 صوبن ۾ ورهايل آهي. هتان جون سرڪاري



ڏکڻ آفريڪا جو جهنڊو

ٻوليون آفريقي ۽ انگريزي آهن. نگوني، سوٿو ۽ ٻيون مقامي ٻوليون به هتي ڳالهايون وڃن ٿيون. هتي عيسائي 72 سيڪڙو، ظاهرپرست (Naturalist) 10 سيڪڙو، مسلمان 5 سيڪڙو ۽ هندو 2 سيڪڙو آهن. ڏکڻ آفريقا کي گڏيل قومن جي اداري (يو اين او) ۾ ميمبرشپ 7 نومبر 1965ع تي ملي. هتان جي وڏن شهرن ۾ جوهانسبرگ، ڊربن، بلوم، فونٽين، پورٽ ايلزبيٿ، ايسٽ لنڊن، جرمسٽن، اسپرنگن، پيٽرزبرگ، ڪرون اسٽاڊ ۽ ڪمبرلي آهن. سڀ کان مٿاهون هنڌ شمپن ڪاسل (بلندي: 3375 ميٽر) آهي.

ڏکڻ آفريقا کي جاگرافيائي طور ٽن حصن ۾ ورهايو ويو آهي. اندريون مٿاهون پٺ، جنهن کي جبلن گهيري رکيو آهي. تنهن جي اوچائي 5 هزار کان 11 هزار فوٽن تائين آهي. ڪناري جو ميدان هڪ سوڙهي پٽي آهي. ملڪ جو گهڻي ڀاڱي علائقو سرسبز ۽ ٻيلن تي مشتمل آهي. هتي لمپوپو ۽ وال جي نالي سان وڏا درياهه آهن. ڪناري جي ڊيگهه 2881 ڪلوميٽر (1071 ميل) آهي. هتان جي مکيه زرعي پيداوار ۾ مڪئي، ڪڻڪ، ڪمند، ٽماٽا، انگور، پٽاٽا، کٽا ميوا، صوف ۽ ٻاجهيون وغيره شامل آهن. هتي لوهه،




موٽر گاڏين جي مشينري، ڪيميائي شين، ٽيڪسٽائيل، ڌاتو، ڪاغذ، سگريٽن، پرنٽنگ جي سامان، خوراڪ ۽ مشروبات جون صنعتون موجود آهن. هتان جي مکيه معدنيات ۾ هيرا، سون، ڪوئلو، ٽامو، يورينيم، پلاٽينيم، ڪچو لوهه، نڪل، ٽن، ناڊيم، ڪروميم، فلورائيٽ، فاسفيٽ، لوڻ ۽ چن شامل آهن. هتي 42 هوائي اڏا آهن. هن ملڪ جي قومي هوائي ڪمپني 'سائوٿ آفريقي ايئرويز' آهي. هتي 21300 ڪلو ميٽر ڊگهي ريلوي لائين به آهي. هتان جي وڏن بندرن ۾ ڪيپ ٽائون، موسل بي، پورٽ الزبيٿ، ايسٽ لنڊن، ڊربن، سالڊنها ۽ رچرڊز بي شامل آهن.

هتي صدارتي طرز جي حڪومت قائم آهي. صدر رياست جو مملڪتي اڳواڻ (هيڊ آف گورنمينٽ) سيني انتظامي اختيارن جو مالڪ ۽ هٿياربند فوج جو سپريم ڪمانڊر آهي. صدر سڌو سنئون عوام جي ووٽن وسيلي چونڊيو ويندو آهي. بعد ۾ ڪابينا ۽ ٻين نائب صدرن جي چونڊ پاڻ ڪندو آهي. قانونسازيءَ جو اختيار به پارليامينٽ جي ايوان کي حاصل آهي. جيڪا 400 ميمبرن تي ٻڌل آهي ۽ سينيٽ 90 ميمبرن تي مشتمل آهي. قومي اسيمبليءَ جا ميمبر عوام جي ووٽن سان 5 سالن لاءِ چونڊيا ويندا آهن. جڏهن ته سينيٽ جا ميمبر رياستي اسيمبلين مان چونڊيا ويندا آهن. هڪ صوبائي اسيمبليءَ مان 10 سينيٽر چونڊيا ويندا آهن. هر رياست جي اڳواڻ کي وزيراعظم چيو ويندو آهي، جيڪو پنهنجي اسيمبليءَ ذريعي چونڊيو ويندو آهي. هن وقت ڏکڻ آفريقا جو صدر جيڪب زوما آهي. ڏکڻ آفريقا جي مجلس قانونساز (پارليامينٽ) ڪيپ ٽائون ۾ آهي. صدر مملڪت جي مرڪزي آفيس پريٽوريا ۾ آهي. سپريم ڪورٽ جي مُکيه آفيس بلوم فونٽين ۾ آهي. ان لحاظ کان هيءُ شهر قانوني طور هتي جي گاديءَ جو هنڌ آهي.

ڏکڻ آفريڪا ۾ جيڪي نندي کنڊ جا ماڻهو واپار سانگي لڏي وڃي ويا آهن، تن مان اڪثريت سنڌي، ڪڇي، گجراتي وغيره ڳالهائيندڙن جي آهي.

**ڏکڻ آمريڪا** (South America): آمريڪا جي ڏکڻ واري حصي کي 'ڏکڻ آمريڪا' سڏجي ٿو. جيڪو اولهہ اڌ گول، گهڻو ڪري خط استوا جي ڏکڻ اڌ گول وٽ آهي جنهن جو ڪجهہ حصو اتر گول ۾ بہ اچي ٿو. هي خطو آمريڪا کنڊ جو حصو آهي. هن جي اولهہ ۾ اسپسفڪ سمنڊ ۽ اتر اوڀر ۾ ايٽلانٽڪ سمنڊ اٿس. اتر آمريڪا ۽ ڪيمبرين سمنڊ هن جي اتر اولهہ ۾ آهن. هن خطي ۾ ايندڙ ملڪن ۾ ارجنٽائين، بوليويا، برازيل، چلي، ڪولمبيا، ايڪوڊور، گوانا، پارا گوي، پيرو، سورينيم، اوروگي ۽ وينزولا آهن. جڏهن تہ فرانس جا ڪجهہ ٻيٽ ۽ برطانيہ جا فالڪنڊ ٻيٽ بہ اچي وڃن ٿا. ان کان علاوه اي. بي. سي جا ٻيٽ ۽ نيندر ليندس بہ ڏکڻ آمريڪا جو حصو سمجهيا وڃن ٿا. ڪيمبرين سمنڊ سان لڳندڙ ملڪ ڪولمبيا، وينزولا، گوانا، سورينيم ۽ فرانسي گوآنا کي 'ڪيمبري ڏکڻ آمريڪا' سڏجي ٿو.




ڏکڻ آمريڪا ڪل 17840000 چورس ڪلو ميٽرن تي پکڙيل خطو آهي، جنهن ۾ 2005ع جي آدمشماري موجب 371090000 ماڻهو رهن ٿا. ڏکڻ آمريڪا ايراضيءَ جي حساب سان دنيا جو چوٿون نمبر ۽ آدمشماري جي لحاظ کان پنجون نمبر ملڪ آهي.

**ڏکڻ اوڀر ايشيا** (South East Asia): ٻيٽ نما هيءُ علائقو هندي سمنڊ ۽ بحرالڪاهل جي وچ ۾ دنيا جي نقشي تي 7 درجن کان وٺي 29 درجن ٿائيبن ويڪرائي ڦاڪ تي اتر ٿائيبن ۽ 90 کان 142 درجا ڊگهائي ڦاڪ اوڀر ٿائيبن پکڙيل آهي. هن ۾ برما، ٿائيلينڊ، لائوس، ڪمبوڊيا، لائوس، ويٽنام، سينگاپور، انڊونيشيا، ملائيشيا ۽ فلپائن جا ملڪ شامل آهن. هن علائقي جي ڪل ايراضي 500، 738، 1 چورس ميل آهي. هيءُ علائقو خط استوا جي آرپار ڦهليل آهي. تنهنڪري آبهوا جي لحاظ کان هيءُ گهميل ۽ گرم آهي. هيءُ خطو گهڻو ڪري طوفانن جي زد ۾ رهي ٿو هن جو جابلو سلسلو گهڻو ڪري اتر کان ڏکڻ طرف هلي ٿو. هتي ڪافي ٻيٽ آهن. زرعي مٽيءَ جا درياهي ميدان بہ آهن. هتي ٿيندڙ اهم فصلن ۾ چانور ڪمند، مڪئي، تماڪ، ڪاٽ، چانهہ، سڻي ۽ ناريل وغيره شامل آهن. هتي ملندڙ معدنيات ۾: پيٽرول، ميگنيز جست، چاندي، قلعي، سون، قيمتي پٿر هيرا، لوهہ، جابلو لوڻ، ٽامون، ڪروميم فاسفيٽ، رٻڙ وغيره شامل آهن. ايشيا وارو زميني خطو مغرب جي مقابلي ۾ غير ترقي يافتہ تصور ڪيو وڃي ٿو هتي آبادي گهڻي ۽ تعليم گهٽ آهي. هيءُ فوجي لحاظ کان اهم علائقو هجڻ سبب هميشہ وڏين طاقتن جي اک ۾ رهي ٿو.




**ڏکڻ ايشيا** (South Asia): ايشيا جو ڏکڻ وارو علائقو جنهن جون اتر واريون حدون هماليہ جبل جي سلسلي سان ملن ٿيون ۽ ان جي ڏکڻ ۾ هندي سمنڊ آهي. هن جي ڏکڻ اوڀر ۾ خليج بنگال، اوڀر ۾ برما، ڏکڻ - اولهہ ۾ عربي




سمنڊ ۽ اولهہ ۾ افغانستان ۽ ايران واقع آهن. ڏکڻ ايشيا ۾ نيپال، ڀوٽان، بنگلاديش، ڀارت، پاڪستان، سري لنڪا ۽ مالديپ جا ٻيٽ اچي وڃن ٿا. هن وقت افغانستان، ايران ۽ برما کي بہ ڏکڻ ايشيا جو حصو سمجهيو وڃي ٿو. ان کان سواءِ ڀارت جي ڀرپاسي وارا ٻيٽ بہ هن علائقي ۾ شامل آهن. هن خطي جا ٻہ ملڪ نيپال ۽ ڀوٽان تمام مٿاهين برفاني پهاڙن تي واقع آهن، اتان نڪرندڙ وڏا وڏا درياهہ پاڪستان، ڀارت ۽ بنگلاديش مان گذرن ٿا. پاڪستان جو سڀ کان وڏو درياهہ 'سنڌو درياهہ' (جيڪو پنهنجي مغربي ۽ مشرقي معاون درياهن سان گڏ وهندو. ڏکڻ ۾ عربي سمنڊ ۾ وڃي ڇوڙ ڪري ٿو) بہ هتان ئي نڪري ٿو. ڀارت جي وڏي 'گنگا' درياهہ جو ايرندو ۽ الهندو حصو بہ ڏکڻ ايشيا مان وهندو خليج (بنگال) ۾ ڇوڙ ڪري ٿو. هيءُ درياهہ بہ پنهنجن ڀرتي ڪندڙ درياهن سان گڏ وهي ٿو. بنگلاديش هن خطي جو وڏي ۾ وڏو ڊيلٽائي علائقو آهي. 'برهمپترا' ۽ 'گنگا نديءَ' بنگلاديش جي ڌرتيءَ کي جنم ڏنو آهي. ڏکڻ ايشيا جو ميداني علائقو نهايت زرخيز آهي.

هتان جي زراعت درياهن جي لَٽَ سبب شاندار ٿيئي ٿي. ڏکڻ ايشيا دنيا جي نقشي تي هڪ درجي کان 37 درجا اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 62 درجن کان 97 درجا اوڀر ڊگهائي ڦاڪ ۾ پکڙيل آهي. هيءُ علائقو 20 لک چورس ميلن تي مشتمل آهي. هن حصي ۾ دنيا جي ڪل آباديءَ جو چوٿون حصو رهي ٿو. آباديءَ جي لحاظ کان هيءُ دنيا جو ٽيون نمبر وڏي ۾ وڏو حصو آهي.

آبهوا جي لحاظ کان هي ڪو خوشگوار خطو نہ آهي. ڪن علائقن ۾ برسات جي گهٽ پوڻ سبب هتي ڪي صحرائي ڀاڱا بہ نهيا آهن. پوءِ بہ 'چيرا پونجي' اهڙو علائقو آهي، جتي گهٽي ۾ گهٽي بارش پوي ٿي، تنهنڪري دنيا جي برساتي علائقن ۾ هن کي پهريون نمبر ڳڻيو ويو هو. چيرا پونجي ۾ ساليانو 450 انچ بارش پوي ٿي. ساونڻ جي هوائن سبب ڏکڻ ايشيا جي آبهوا آگسٽ کان سيپٽمبر تائين ڪجهہ خوشگوار ٿيئي ٿي. دنيا جي قديم تهذيبن مان 'سنڌو تهذيب- موهن جو دڙو' بہ هن کنڊ ۾ آهي.

هتان جي اهم زرعي فصلن ۾ ڪڻڪ، چانور، جوئر، ٻاجهري، چڻا، سٽي، ڪپهہ، ڪمند، تماڪ، مڪئي، چانهہ، ڪافي، سورج مکي، ناريل ۽ ميون جا انيڪ قسم ٿين ٿا. جڏهن تہ ڪوئلو لوهہ، قدرتي گئس، پيٽرول، مئگنيز، ڪرومائيٽ، ابرق، قدرتي لوڻ، جپسم، چن جو پٿر، ٽامون، سون، چاندي، هيرا، گريناٽيٽ ۽ لگنائيٽ وغيره هن کنڊ ۾ شامل ملڪن جي اهم معدنيات آهي.

**ڏکڻ ايشيا جي ٻولين ۽ لپين جي ڊائريڪٽري:** هيءُ ڊائريڪٽري، ڏکڻ ايشيا ۾ ڳالهائجندڙ ۽ لکت ۾ موجود ٻولين جي بناوت، نمونن، خاندانن، لهجن، قدامت ۽ موجوده حالت تي جامع معلومات تي مشتمل آهي، جيڪا سنڌي ٻوليءَ جي ناميارن اديبن سيد حاڪم علي شاهه بخاري ۽ محمد عثمان ميمڻ تيار ڪئي آهي. هن ڊائريڪٽريءَ ۾ ٻولي جي ابتدائي مرحلن کان وٺي ارتقا جا سمورا مرحلا بہ تفصيلوار ڄاڻايل آهن. ٻولين جي لکت بابت پڻ جامع نوٽ ليکڪن پاران مهاڳ ۾ درج ڪيو ويو آهي، جڏهن تہ لکت جي نمونن، لکڻ جي ارتقائي روين، الفابيٽ جي تاريخ، الف جي نظام جي وجود ۾ اچڻ وارن مرحلن، سببن، ايشيائي لکت واري نمونن، دراوڙي ٻولين جي بيان سميت سامي، آسٽرو ايشيائي، سنڌو لکت جي نمونن جو بيان پڻ تفصيلي ۽ جامع انداز ۾ ڪيو ويو آهي. هن ڊائريڪٽريءَ ۾ 302 قديم توڙي جديد، لکڻ ۾ ايندڙ توڙي ڳالهائجندڙ ننڍين وڏين ٻولين جو تذڪر مفصل انداز ۾ ڪيو ويو آهي. جن جو تعلق ڏکڻ ايشيا جي مڙني خطن سان آهي. ڊائريڪٽريءَ ۾ (الف، ب، ج) ضميما ۽ ببليو گرافي بہ ڏني ويئي آهي. هن ڪتاب ۾ اڪثر ٻولين جي صورتخطين جا نمونا بہ ڏنا ويا آهن. جڏهن تہ (ج) واري ضميمي ۾ داردي ۽ هند-ايراني ٻولين جو چارٽ پڻ ڏنو ويو آهي. ڪتاب ۾ ناشر پاران سنڌي ٻولي جي بااختيار اداري جي چيئرپرسن نامياري اديب ڊاڪٽر فهميده حسين جو لکيل آهي. جڏهن تہ مهاڳ ليکڪن جو لکيل آهي. ڪتاب جو انتساب مصنفن پاران سنڌي ٻوليءَ جي




ناليواري لسانياتي ماهر ۽ عالم ڊاڪٽر غلام علي الانا جي نالي ڪيل آهي. ڊبل ڊيمي سائيز ۾ 312 صفحن تي مشتمل پڪي جلد سان ڇپيل هن ڊائريڪٽريءَ کي 2010ع ۾ سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار جي سيڪريٽري تاج جويي اداري جي آفيس مان شايع ڪري پڌرو ڪيو آهي. ڊائريڪٽريءَ جي قيمت 300 رپيا آهي.

**ڏکيو ڏيهہ، سندر سپنا** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب نامور صحافي ۽ ڪهاڻيڪار آزاد جتوئيءَ جي ڪهاڻين جو مجموعو آهي، جيڪو حسين آزاد سهيڙيو آهي. هن ڪتاب ۾ آزاد جتوئيءَ جون مختصر ڪهاڻيون شامل آهن. جڏهن تہ ڪتاب جي شروعاتي 27 صفحن تي سنڌ جي مختلف اديبن ۽ شاعرن جا ليکڪ بابت تاثرات شامل ڪيا ويا آهن. هيءُ ڪتاب 126 صفحن تي مشتمل آهي. رنگين پڪي جلد سان ڇپيل هن ڪتاب ۾ ڪجهہ تصويرون ڏنيون ويون آهن. ڪتاب جي قيمت 200 روپيا آهي. هيءُ ڪتاب مومل پبليڪيشنز ڪراچيءَ پاران 2011ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي.




**ڏگو:** ڏگو موسيقيءَ جي ماڙيچا گهراڻي جي ذات آهي. هن ذات وارا گهڻا ٽڪا حيدرآباد ضلعي ۾ رهن ٿا. مڱڻهارن ۾ بہ هڪ پاڙو هن نالي سان مشهور آهي. هن ذات وارا ماڻهو راجستان ۽ سنڌ جي ٿر ۾ گهڻا رهن ٿا، جتي هو ڳائڻ ۽ وڄائڻ جو ڪم بہ ڪن ٿا. هن ذات مان استاد نورمحمد ڏگو مشهور طبلي نواز ٿي گذريو آهي.

- دل قبيلي جي لنجا شاخ مان پڻ هڪ پاڙي جو نالو ڏگو آهي.

**ڏگو** (ديهہ): ضلعي سانگهڙ جي تعلقي کپري جي هڪ ديهہ. جنهن ۾ صرف هڪ ڳوٺ حاجي انور هنگورو شامل آهي.

**ڏگو، غريب الله:** غريب الله ڏگي جو جنم 6 فيبروري 1957ع تي جمال شاهه جي پڙ حيدرآباد ۾ ٿيو. سندس والد جو نالو احمد نواز آهي. استاد احمد نواز غلام حسين ٻوڙراٽي جو نياڻو بہ آهي. غريب الله گهڻو وقت سنڌ جي ناليواري موسيقار استاد غلام عليءَ سان گڏ رهيو آهي ۽ خاص ڪري پي. ٽي. وي ڪراچي سينٽر جي پروگرام 'پرک' ۾ نال وڄائيندو رهيو آهي. 1981ع ۾ ثقافت کاتي پاران عراق، ورلڊ ڪلچر شو ۾ شموليت ڪرڻ لاءِ ويو. ان دور ۾ عراق جو صدر صدام هو. عراق جي ٽوئر ۾ استاد محمد يوسف ۽ عزيز بلوچ سميت ٻيا ڪيترائي ڳائڪ ويا هئا، جتي غريب الله ڊولڪ وڄائڻ جا فرض سرانجام ڏنا.



غريب الله هڪڙو نئون ساز بہ ايجاد ڪيو آهي. هي ساز قديم سازن جو هڪ جديد روپ چئي سگهجي ٿو. سنڌ جي نامور دانشور ۽ محقق محمد ابراهيم جويي هن ساز کي تمام گهڻو ساراهيو آهي ۽ هن ساز جو نالو 'گهڙولي' رکيو ويو آهي. هن ساز کي سنڌ جي ماڻهن تمام گهڻو پسند ڪيو

غريب الله هڪڙو نئون ساز به ايجاد ڪيو آهي. هي ساز قديم سازن جو هڪ جديد روپ چئي سگهجي ٿو. سنڌ جي نامور دانشور ۽ محقق محمد ابراهيم جويي هن ساز کي تمام گهڻو ساراهيو آهي ۽ هن ساز جو نالو 'گهڙولي' رکيو ويو آهي. هن ساز کي سنڌ جي ماڻهن تمام گهڻو پسند ڪيو آهي ۽ سنڌس تخليقڪار کي داد ڏنو آهي. غريب الله جو ايجاد ڪيل هي ساز هر سال شاهه عبداللطيف ڀٽائي ڪانفرنس ۽ حضرت قلندر شهباز ڪانفرنس جي موقعي تي وڄايو ويندو آهي.

غريب الله خان، ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي موسيقيءَ واري شعبي ۾، هن ساز وسيلي، موسيقار طور پنهنجون خدمتون ڪافي عرصي کان سرانجام ڏئي رهيو آهي.

**ڏگو، فيروز علي آناڻي** (ڳائڪ): فيروز علي ولد استاد حسين بخش خان ڏگي جو جنم 1950ع ڌاري سخي پير ڪالوني، حيدرآباد، سنڌ ۾ ٿيو. هن



شروعاتي تعليم پنهنجي والد حسين بخش ڏگي کان ورتي، جنهن کان پوءِ هن ڪلاسيڪل راڳ جي تعليم استاد علم الدين ۽ استاد رمضان علي خان کان حاصل ڪئي، جيڪي خانصاحب استاد خير محمد خان جا شاگرد هئا. 1964ع ۾ پروڊيوسر غلام حسين شيخ جي زماني ۾، هي ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي متعارف ٿيو ريڊيو تي ڪيس آڻڻ وارو ممتاز مرزا هو ممتاز مرزا ڪيس مهراڻ آرٽس ڪائونسل جي هڪ فنڪشن ۾ ڳائيندي ٻڌو هو ان وقت حميد آخوند، خواجہ امداد ۽ پير اسحاق جان سرهندي به موجود هئا. ممتاز مرزا، فيروز عليءَ کي پي. ٽي. وي ڪراچي سينٽر جي پروگرام 'سنڌ سينگار' ۾ پڻ ڳارايو هو.

فيروز عليءَ جا ستن کان وڌيڪ البم پارس ڪمپني رليز ڪيا آهن. جن ۾ 6 مارواڙي ٻوليءَ ۾ ۽ هڪ سنڌي ٻوليءَ ۾ آهي.

**ڏگو، نور محمد** (طبلي نواز): مشهور طبلي نواز، نور محمد ڏگو، پهرين جنوري 1944ع ۾ جمال شاهه جي پڙ حيدرآباد، سنڌ ۾ ڄائو. سنڌس



والد استاد حيدر بخش خان ڏگو وقت جو وڏو طبلي نواز ٿي گذريو آهي. جڏهن ته سنڌس چاچو استاد منگل خان نامور سُرندي نواز هو. سنڌس سوٽ خميسو خان هارمونيم جو وڏو وڄوت ۽ طبلي وڄائڻ جو ماهر ليکيو ويندو هو. استاد حيدر بخش ۽ منگل خان گراموفون ڪمپنيءَ جا مصروف سازندا هئا. سڪر ۾ معصوم شاهه جي مناري هيٺان سيدن جي پاڙي ۾ رهندا هئا. هنن ڀڳت ڪنوررام سان به ڪافي عرصو سنگت ڪئي هئي.

نور محمد خان ننڍي هوندي پنهنجي پيءُ کان طبلي جا اوائلي سبق ورتا ۽ ننڍپڻ ۾ ئي طبلو وڄائي نالو ڪڍيائين. پيءُ جي وفات کان پوءِ سنڌس سوٽ خميسي خان ڪيس وڌيڪ تربيت ڏئي طبلي جو رياض ڪرايو. جلد ئي پاڻ حيدرآباد ۾ سيد جمال شاهه جي درگاهه جي اڱڻ ۾ طبلو وڄائي داد حاصل ڪيائين. جمال شاهه جي پڙ ۾ موسيقار ماسٽر غلام علي، فيروز گل، امداد حسين، امانت گل، رجب علي رضا ۽ لعل بخش ڪانسواءِ هر ساز جا وڏا وڏا سازندا ۽ ڳَويا رهندا هئا. ان زماني ۾ هن پڙ تان داد حاصل ڪرڻ فخر جو ڪارڻ هو. هن ترت پوءِ دهلي گهراڻي جي بزرگ طبلي نواز استاد رسول بخش خان عرف چيف خان جي شاگردي اختيار ڪئي ۽ مختلف ڳائڪن جي سنگت ۾ طبلو وڄايو. جن ۾ استاد امانت علي خان، فتح علي خان، زاهده پروين (ڪافيءَ جي راڻي)، گل بانو خورشيد بيگم وغيره اچي وڃن ٿا.

نور محمد ڏگو، 1962ع ڌاري استاد امانت علي فتح علي سان گڏ بمبئيءَ ۾ هڪ ڪلاسيڪي راڳ جي ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ ويو، جتي سنڌس ملاقات مشهور طبلي نواز الهه رکا خان سان ٿي، جنهن ڪيس مشهور موسيقار مدن موهن سان سنڌس گهر ۾ ملاقات ڪرائي. اتي به رس رهاڻ جي محفل رکيل هئي ۽ هندستان جا وڏا فنڪار پنهنجي فن جو مظاهرو ڪرڻ آيا هئا. جن ۾: لتا منگيشڪر، آشا ڀونسلي ۽ موسيقار روينڊر جين (جنهن جي فلم 'رام تيري گنگا ميلي هوگئي' مشهور ٿي) موجود هئا. انهيءَ محفل ۾ استاد نور محمد خان سيني سان طبلي تي سنگت ڪئي هئي.

1965ع جي پاڪ- هند جنگ دوران کوکرا پار سرحد تي فوجين جا حوصلا وڌائڻ لاءِ حيدرآباد مان ويل جٿي ۾ نور محمد به شامل هو جڏهن ته ٻين فنڪارن ۾ مائي مختياري بيگم (جيڪا فلم اسٽار نيلُو جي ماءُ هئي ۽ ريڊيو تي ڳائيندي هئي) به شامل هئي. ان وقت هارمونيم جا وڄتا غلام رسول خان ڏگو (مرحوم)، عطا محمد خان ڏگو لکي ناز، استاد لعل بخش خان ۽ ٻيا شامل هئا، اتي استاد نور محمد مک طبلي نواز طور شرڪت ڪئي. 2011ع ڌاري حيدرآباد جي سوچي پاڙي، ڪاهي روڊ تي پنهنجي نالي سان موسيقيءَ جي اڪيڊمي قائم ڪيائين.

سنڌس شاگردن ۾ دانش، گرداس گومند، نياز حسين، ظفر علي ۽ ٻيا ڪيترا موسيقيءَ جي تربيت وٺي چڪا آهن. ڪيس چار پٽ آهن، جن مان نياز حسين موسيقار آهي، ٻيو پٽ ظفر علي آڪٽوپيڊ (ڊرم) وڄائيندو آهي ۽ شمن علي ميراليءَ جي سنگت ۾ آهي.

نور محمد ڏگو، مئي 2012ع ۾ گذاري ويو.

**ڏگهڪي** (ديهه): تعلقي ۽ ضلعي ٽنڊي الهيار جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حاجي لڪا ڏنو ڪوري، اسماعيل ڪوري، هيرا سنگهه ۽ صادق ميمڻ.

**ڏگري**: ڪاٺ جي هڪ ٿلهي ويڪري ۽ ٻئٽ نما هٿئي سان پٽي، جنهن سان داٻلي يا داٻڙي تي ڪپڙا رکي ڌوئبا ۽ سٽبا آهن. هيءَ ڏيڍ فوٽ ڊگهي 4 انچ ويڪري ٿيندي آهي.

اڳي سنڌ ۾ ڏگري عام طور گهرن ۾ استعمال ٿيندي هئي. خاص ڪري ڪار ۾ ڪپڙا ڌوئڻ کانپوءِ ڪپڙا ٿهڪائي، انهن کي ڏگريءَ سان سٽيو ويندو هو پر هاڻي



ٽڪرو آهي، جيڪو چوپائي مال کي ڳچيءَ ۾ ٻڌبو آهي ته جيئن اهو ٽڪرو پچي نه سگهي. سنڌيءَ ۾ ان کي 'ڏڳرو' چئبو آهي.

**ڏلھ** (ماڳ): تعلقي سيوهڻ ۾ لڪي ۽ ٻڍي جبل جي وچ ۾ ڪرچات کان اتر طرف جهانگارا ويندڙ رستي تي ڏلھ نالي هڪ ڳوٺ "56 '05 °26 اتر-ڏکڻ ويڪرائي ڦاڪ "56 '45 °67 اوڀر- اولهہ ڊگهائي ڦاڪ تي موجود آهي، جتي



به قديم آثار آهن. هڪ رهائشي ماڳ ۽ ٻي قديم چنساليءَ واري سائيٽ "ڪورن پر". ڳوٺ کان اٽڪل هڪ فرلانگ جي فاصلي تي ٻن ٽڪرين جي وچ ۾ هڪ برساتي ڊوريءَ جو بيٺ آهي. هن ڊوريءَ جي ٽڪرين مان هڪ ٽڪريءَ جو اتروارو پاسو پٽ جهڙو لسو آهي، جنهن جي سطح جي اٽڪل ڊيگهہ 50 فٽ ۽ اوچائي ڇهہ فٽ ۽ ويڪر ٽي فٽ آهي، اتي ڪي جاميٽريائي چٽ ڪوريل آهن. هنن ڪوريل چٽن جون ماپون انن کان چوڏهن انچن جون آهن. مٿينءَ پٽ جي وچ ڏاري ڪي نشان انڊس لپيءَ سان ملندڙ ۽ ڪي نشان ماڻهن، ماڻهن جي منڊين، هٽ جي ٽري، تير ڪمان، سنڪ، پيڙي، سنڌي سرهہ ۽ هرڻ جهڙا ملن ٿا. ڪجهہ جاميٽريائي چٽ، جن ۾ چورسا، مستطيل خانا، چيلي يا نوڻڻ راند جهڙا خانا ۽ گهر وغيره به چٽيل آهن. هي چٽ مشهور قديم آثارن جي ماهر اين. جي مجمدار به ڏنا هئا. سنڌس راءِ موجب هي ڪي گهڻا پراڻا ڪو نه آهن. اتي ئي آسپاس ۾ نئن جي ترائيءَ ۾ تاريخ کان اڳ جا آثار موجود آهن. جيڪي ڏيڍ ميل جي ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهن. جن ۾ ٺڪرائي کان سواءِ جاين جون پيڙهون، پٿر جا پتا وغيره ملن ٿا. ان کان ٿورو اڳتي ڏلھ ٽڪر جي پاڙ وٽ نئن ڏي ويندڙ گهاٽ (George) مان هڪ ڪاري ٽڪري ٿي، اتي هڪ ٽڪريءَ تي ڏاتو- پاهٺي دور جا آثار مليا آهن. ڪچري هنائڻ کان پوءِ هڪ ڪوٽ جا آثار جيڪي ست فٽ ڊيگهہ ۾ آهن، ڏسي سگهجن ٿا. ڏلھ واري سڄي ايراضي 'سنڌو تهذيب واري دؤر' جي آثارن سان ڀريل آهي، ڪن هنڌن تي آمري ٺڪر ڪان سواءِ ٺڪر جي چوڙين جا ٽڪرا، بيضوي ٺڪر جون چوڙيون، چن جي پٿر مان ٺهيل درن جا اڪوتا، پٿر جا ڏگهر ۽ هڪ ٽامي جي منڊي ملي آهي.

**ڏلھ** (ديهہ): تعلقي سيوهڻ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ ڏلھ ۽ موسيٰ ڳبول نالي ڳوٺ شامل آهن.

**ڏم**: ڏم سنڌ جي مشهور رومانوي داستان 'سهڻي ميهار' جو هڪ ڪردار آهي. هيءُ سهڻيءَ جو مڙس هو جنهن جي ذات سامٽيو هئي. هيءُ سهڻيءَ جي ڳوٺ کان درياهہ جي اپرندي طرف هڪ بستيءَ ۾ هاٽوڪي شهر شهدادپور ضلعي سانگهڙ ۾ رهندو هو گجرات واري "سهڻي ميهار" جي مشهور قصي ۾ به هن جو ساڳيءَ ريت تذڪرو آهي، جنهن موجب سهڻيءَ جي عزت بيگ سان لنئون لڳل هئي، جيڪو پوءِ ميهار سڏجڻ ۾ آيو. سهڻيءَ سان روزاني رات جو ميهار چناب ندي پار ڪري اچي ملاقاتي ٿيندو هو. ميهار جي زخمي ٿيڻ تي سهڻي معمول موجب هر رات چناب ندي پار ڪري ميهار سان اچي هر ڪلام ٿيندي هئي. ان سموري ماجرا جي سڌ جيئن ئي سهڻيءَ جي والد 'تلا' کي پئي ته ان سهڻيءَ جي شادي ڏم سان رٿي. شادي ٿيڻ بعد سهڻيءَ ڏٺي در دعائون گهريون ته سندس پرم رکي. ڏٺيءَ سندس عرض اگهايو ۽ روايتن موجب ڏم کي روزانو رات جواهڙي ننڊ اچي ويندي هئي، جو سهڻيءَ جي سڌ ئي نه پوندي هيس. ڪن لوڪ قصن جي راوين ڏم کي سهڻيءَ جو سوٽ به ڄاڻايو آهي. سنڌ واري قصي موجب ڏم ننڍي هوندي کان سهڻيءَ جو مڱيندو هو ۽ اڳتي هلي سندس شادي سهڻيءَ سان ٿي. نڪاح بعد نڪيتي ٿيڻ تي جج جي درياهہ پار ڪرڻ وقت ساهڙ نالي ميهار کان سهڻيءَ کي ڪيرڇڪي وٺي پياريائون ته ڪير جي اَن چڪيءَ جو مقس ايترو اثر ٿيو جو سهڻي ميهار تي موهت ٿي پئي ۽ پنهنجي نڪاح وندي مڙس ڏم کان ڪناره ڪشي ڪندي ميهار سان محبت ۽ لنئون لاتائين. ڏم لاءِ چيو وڃي ٿو ته هي صورت جو موچارو نه هو. سهڻي ۽ ميهار جي ملاقاتن جي خبر جيئن سندس پيڻ ڪيس ٻڌائي ته 'ڏم' سهڻيءَ کي ڪيترائي طعنا ۽ مهڻا ڏنا، پر تڏهن به هوءَ نه مڙي، جو نيٺ ڏم ۽ ان جي پيڻ (سهڻيءَ جي نڻان) سات سٽيندي هوڙن ۾ پڪي دلي جي جاءِ تي پورو اڌ پڪل دلو رکي ڇڏيو جنهن تي سهڻي سوار ٿي درياهہ پار ڪري ميهار سان وڃي هر ڪلام ٿيندي هئي. نيٺ جيئن ئي سهڻي اهو دلو کنيو ۽ درياهہ ۾ لٿي ته دلو ڳري ويو ۽ وچ سير ۾ ميهار سان گڏ حقيقي وصال ڪي وڃي رسي.

ڏم جو ذڪر شاهہ سائين به سر سهڻيءَ ۾ آندو آهي. ان متعلق هيٺيان بيت اهم آهن:

ٽڙ تڪڙ تار گهڙڻ، ايءُ ڪاٺيارن ڪم،
ڏهہ ڏهہ پيرا ڏينهن ۾، ڏي ڏوراپا ڏم،
عقل، مت، شرم، ٽيئي نينهن نهوڙيا.
(شاهواڻي، غلام محمد شاهہ جو رسالو داستان: 3 بيت 1)

-

ساهڙ ڏاران سهڻي، آهي منجهہ آر،
ڏم پاسي ۾ ڏڪندو، صحت وٽ سنگهار،

تـوڏيءَ سـنـڌي تـن جـي، دوا ۾ ديـدار،
جي پسي منهن ميهار - ته سگهيائي سگهي ٿئي.
(شاهواڻي، غلام محمد شاهہ جو رسالو (داستان: پهريون، بيت 3)

-

گهڙو پڳو ته گهورئي مرچور ٿئي چوڙو،
طالب المولىٰ مذڪرٌ ايءَ ھڏندين ھوڙو،
ڪوڙهيو ڏم ڪوڙو، مون ميهار من ۾!
(شاهواڻي، غلام محمد، شاهہ جو رسالو داستان: 2، بيت 3)

**ڏماٽو** (ديھہ): تعلقي ۽ ضلعي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديھہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڪورو خان گبول، حسن لغاري، محمد علي مهر، بهادر ڏکڻ، عبدالله شاهہ، حسين پيو، ساتي مهر، حاجي مهر، عيسو ڏيراجو مينهون مهر، ڊاڪٽر نبي بخش، تاجو گهنجيو، حاجي احمد مهر، ڪرم مهر، عيسو مهر، حاجي قلپوتو ۽ امير بخش شيخ.

**ڏمرئي جو دڙو**: هيءُ دڙو ضلعي قنبر- شهدادڪوٽ ۾ واقع آهي. روايت آهي ته ڏمريو نالي شخص جي نالي پٺيان هي دڙو سڏجي ٿو جيڪو ذات جو بداماڻي هو. هيءُ دڙو صابو ٻرڙي جي ڳوٺ کان اولهہ طرف آهي. هن جي ڏکڻ کان شاهہ گودڙئي جا نشان نظر اچن ٿا ۽ ان جي پرسان بگوبن نالي دڙو آهي. هيءُ دڙو چانڊين جي جاگير ۾ شامل آهي.

**ڏِمَڻ** (مڇي): ڏمڻ درياهي مڇي آهي. ڏسڻ ۾ جرڪي جهڙي آهي، مُنڍي ٿلهي اٿس. هن جي ننڍي قسم کي ڊمڻ چوندا آهن جيڪا گرانٽ جيڏي ٿيندي آهي. ڏمڻ مڇي آني ڪري ٿي. ان جو رنگ ڳاڙهسرو ٿئي ٿو. هيءَ صورت ۾ صفا جرڪي جهڙي ٿيندي آهي. تور ۾ پاءُ سوا ٿئي ٿي ۽ عام ڍنڍن ۾ ملي ٿي.

**ڏمڻ سوناري جو دڙو** (ماڳ): ڏمڻ سوناري جو دڙو اسلامي دؤر سان واسطو رکي ٿو. هيءُ دڙو ضلعي گهوٽڪيءَ ۾ ريتي اسٽيشن کان ڏکڻ طرف وڃڻوٽ جي دڙي کان ٻن ميلن جي پنڌ تي سيهڙ واهہ جي ڀي ڪنڌيءَ تي واقع آهي. هن دڙي جي ابتدائي کوٽائي 1982ع ۾ ڪئي وئي، جنهن مان معلوم ٿيو ته هيءُ دڙو قديم دؤر جي هڪ بستي هو. مقامي ماڻهو هن دڙي کي لوڪ داستانن ۾ ڳايل عشقيہ قصي جي ٻن اهم ڪردارن ڏمڻ سوناري جي ڌيءَ ۽ دلو راءِ جي پٽ سان منسوب ڄاڻائين ٿا. هن دڙي وٽان هن وقت هڪ نئون ڳوٺ ٻڌجي ويو آهي. هن لاءِ مشهور آهي ته هيءُ ئي اها وسندي آهي، جيڪا ڏمڻ سوناري ۽ دلوراءِ جو مسڪن هئي. دڙي تان ابتدائي ڇڪاس دوران بستيءَ جي واضح آثارن سميت پڪل ٽانوَ گهڻي تعداد ۾ مليا آهن، جيڪي اسلامي دؤر جا ڏسجن ٿا. دڙي جي آسپاس کان کوٽائي ڪري ثقافتي وٿون جانچڻ جي ضرورت آهي. هيءُ دڙو قديم وسندين جي ماڳن ۾ جوڳي اهميت جو حامل آهي.

**ڏَن**: لفظ ڏن جون مختلف محققن مختلف معنائون لکيون آهن. خراج، ڍل، محصول، لاڳو مريداڻو ساليانو ۽ ٻنڌاڻ وغيره. ڏن لفظ جي معنىٰ خيرات ۽ دان پڻ آهي. جتي جتي قبيلائي ۽ سرداري نظام رائج آهي، اتي ڪمزور اعتقاد جي گهٽائي ۽ پيري مريديءَ جي ڪري هر ڪو ڪنهن نہ ڪنهن جو ڏاني/ ڏن ڀريندڙ/ ڏيندڙ آهي. يعني ڪو پيرجو ته ڪو ميرجو ڏاني آهي. هي ڏن حاڪم جو عام ماڻهوءَ تي ۽ مرشد جو مريد تي ساليانو ٻڌل هوندو آهي. شاهہ سائينءَ پڻ لفظ 'ڏاني' کي مختلف بيتن ۾ استعمال ڪيو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي 'جامع سنڌي لغات'، جلد ٻئي (ص: 973) مطابق لفظ ڏن جي معنىٰ خراج، ڍل، محصول، فقير کي ڏنل خيرات، هر سال ڪنهن فقير يا مرشد کي ڏنل ڪجهہ پئسن جو انداز، لاڳ وغيره ڄاڻايل آهي.

**ڏنيرلو**: تعلقي ۽ ضلعي عمرڪوٽ جي هڪ ديھہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جمون چانڊيو، جمن چانڊيو، ملڪ مجيد، مجيد خان چانڊيو، رتو چانڊيو، بشير گراڙيو ۽ ڦوٽو چانڊيو.

**ڏنيرو/ ڪُرڙو** (Labeo rohita/ Teleostomi): ڪُرڙي کي 'ڏنيرو' ۽ 'ٽپرو' بہ چوندا آهن. ڪرڙي جي مڇي سوادي ٿئي ٿي. هي مڇي سنڌ جي ڍنڍن ۽ واهن جي اونهي پاڻيءَ ۾ رهي ٿي. مهاڻن جو چوڻ آهي ته هيءَ مڇي



ننڊ ڪرڻ مهل هڪ اک کولي مٿي ڪري سمهندي آهي، جيئن ئي سج جي روشني محسوس ڪندي آهي ته اها جاءِ ڇڏي، ٻي جاءِ تي هلي ويندي آهي. 10 کان 15 فوٽ پاڻيءَ جي سطح کان مٿي ٽپو ڏئي سگهي ٿي. 15 کان 18 ڪلو وزن ڪندي آهي. هي مڇي آني ڪندي آهي. ننڍي وزن واري ڪرڙي کي 'سانئري'، 'سانئرو' ۽ 'ٽپري' بہ ڪري چوندا آهن. هن مڇيءَ جا چپ، ٿلها ۽ مسلسل جهالردار ٿين ٿا. هن جي پٺيءَ يا ڪرنگهي وارو ڪنيڙو (Dorsal Fin) ڊگهو، چارڙيون ڊگهيون ٿين ٿيون. گهڻو ڪري هن مڇيءَ کي ٻہ وار مُنهن/وات وٽ ٿين ٿا. هن جي ڪرنگهي واري ليڪ (Lateral Line) تي ڇلرن جو تعداد 40 کان 42 ٿئي ٿو. هي سبزي خور مڇي آهي. هن جي غذا نباتاتي جيت جڻيا، آبي ٻوٽا ۽ ننڍيون مڇيون آهن. سال ۾ ڪلو کان ڏيڍ ڪلو وزن ڪري ٿي ۽ ٽن فٽن جي ڊيگهہ تائين وڃي ٿي. هڪ ئي وقت جون جولاءِ ۾ 7 لک ڪن آنا لاهيندي آهي. عام طور 1.5 فوٽ کان 2 فوٽن جي ڊيگهہ واري ڪرڙي جي تور 5 ڪلو ڪن ٿئي ٿي. ڪنهن زماني ۾ مڇيءَ جو هي قسم سنڌ جي ڍنڍن ۽ واهن ۾ تمام گهڻو هو. هن نسل جي مڇيءَ کي هاڻي هٽرادو تلائن ۾ بہ محفوظ ڪيو ويو آهي. پر ڪائڻ ۾ درياهي يا منڇر واري جنس جو سواد ڪونہ اٿس جو اتي ڪاڏو بہ هٽرادو ملي ٿو. ڏنيري/ ڪرڙي جو گوشت هرڻ يا تتر وانگر سخت ٿئي ٿو جڏهن ته تلاهي ڪرڙي جو گوشت نرم ۽ ڦيڪو آهي.

**ڏند** (TEETH): ميڊيڪل سائنس جي شعبي ڏندن جي علم (Dentistry) مطابق ڏندن جي بناوت هڪ خاص قسم جي سخت مادي ڊينٽين (Dentine) مان ٿئي ٿي. هي مادو وري ٻن خاص قسم جي مادن مان




گڏجي ٺهي ٿو. هڪ مادو ڊينٽي نوجينيسس (Dentino Genesis) ۽ ٻيو مادو 'هائيڊروڪسي اپيٽائيٽ ڪرسٽل' (Hydroxyl Apatite Crystle) آهي. هنن ٻنهي مادن جي ڪري ڊينٽين هڏي کان به وڌيڪ مضبوط ۽ سخت ٿئي ٿي.

جسامت (Body) جي حساب سان ڏند (Tooth) کي ٽن حصن ۾ ورهائجي ٿو. پهريون حصو ڏند جي پاڙ (Root) آهي. هي ڏند جو حصو مهار (Gum) کان هيٺ اندر ڪُتل هوندو آهي. ٻيو حصو ڏند جي وچ وارو حصو ڏند جو ڳِڙ (Neck) آهي. هيءَ حصو مهار جي چوڌاري ويڙهيل هوندو آهي. ٽيون حصو ڏند جي مٿان ٿئي ٿو. ان کي ڏند جي چوٽي (Crown) چيو ويندو آهي. ڏند جو هي حصو کاڌي کي چٻاڙڻ، ڪُترڻ ۽ ڪاٽڻ جو ڪم ڏئي ٿو. هر هڪ ڏند جي وچ ۾ هڪ کڏ ٿئي ٿي، جنهن کي ڳَر وارو پورُ (Pulp Cavity) چئجي ٿو. ڏند جي پور ۾ وري رت جون ناڙيون ۽ نسون، ڳنڍيندڙ اُوجا (Connective Tissues) ۽ ڪجهه جيوگهرڙا Cell ٿين ٿا. انهيءَ ڪانسواءِ ڏند جي مٿئين حصي تي هڪ ٻيو مادو ٿئي ٿو جنهن کي انئمل (Enamel) چئجي ٿو هي مادو ڊينٽين کان وڌيڪ سخت ۽ چلڪندڙ (Luster) ٿئي ٿو هن ئي مادي جي ڪري ڏند سهڻا، اڇا کير وانگي ۽ چلڪندڙ ڏسڻ ۾ ايندا آهن. هي مادو انئمل وري سيليڪيٽ آف لائيم (Silicate of Lime)، ڪاربونيٽ (Carbonate)، ميگنيشيم (Magnesium)، سوڊيم (Sodium) ۽ پوٽيشيم (Potassium) مان ٺهي ٿو هنن مادن جي ڪري انئمل ڊينٽين کان وڌيڪ سخت ۽ مضبوط ٿئي ٿي. تنهن کان سواءِ ڏندَ هڪ خاص قسم جي پروٽين (جنهن کي ڪوليجن فائبرس (Collagen Fibers) چئبو آهي) جي ڪري پنهنجو وجود برقرار رکي سگهندا آهن. هن پروٽين جي ڪري ڏند ٽُرش ۽ ڪنيون شيون ڪائڻ ڪري حساس ۽ ڪنا نہ ٿيندا آهن.

سوپارين ڪائڻ سان سوپارين ۾ موجود ٽارٽر (Tarter) جمڻ ڪري، يا سگريٽ جي نڪوٽين (Nicotine) جي ڪري ڏندن مٿان موجود انئمل ختم ٿي وڃڻ ڪري ڏندن جي چمڪ ختم ٿي ويندي آهي. ڏند بي رونق، پيلا، ڪٽيل، ڪارا ۽ ناسي ٿي پوندا آهن. ڏندن مٿان هي مادو (انئمل) ختم ٿيڻ واري صورت کي عام ٻوليءَ ۾ 'ڏندن کي ماڪوڙي لڳڻ' يا 'ڏندن جي ڪٽ' سڏبو آهي.

**(الف) ڏندن جي اوسر (Development of Teeths)**: ڏندن جي اوسر قدرتي طرح انسان ۾ موجود پيراٿائيرائيڊ غدود (Para thyroid Gland) مان نڪرندڙ هارمون جي ڪري ٿئي ٿي. ان ڪانسواءِ ڏندن جي اُوسر ۾ ڪيلشيم (Calcium) فاسفيٽ (Phosphate) ۽ وٽامن ڊي (Vitamin D) پڻ بنيادي طور ڪتب اچن ٿا، جيڪڏهن هي سيئي عنصر گڏجي درست ڪم ڪن ۽ انسان کي صحيح مقدار ۾ وقتائتو ملندا رهن تہ ڏندن جي نہ رڳو اوسر وقتائتي ۽ درست ٿيندي، پر ڏندن ۾ ڪا بہ ڪمزوري پيدا نہ ٿيندي آهي. ان ڪانسواءِ ڏندن جا ٻئي بنيادي مادا هڪ ڊينٽين ۽ ٻيو انئمل بہ صحيح سالم رهندا آهن.

**(ب) ڏندن جي بيماري ٿيڻ جا سبب Aetiology**: ڏندن جي جملي بيمارين جو سبب هڪڙو جيوڙو اسٽريپٽوڪوڪس ميوٽنس (Streptococcus Mutans) آهي. کاڌي جا ذرا ۽ ڳِڳ گڏجي هڪ ليپ ٺاهين ٿا. جيڪو اڳتي هلي ڪجهه وقت کان پوءِ هڪ پختو تهہ ٺهي پوي ٿو جنهن کي Plaque (عام ٻوليءَ ۾ ڏندن تي ڪٽ چڙهڻ) چئبو آهي. هيءَ تهہ ڏندن تي جمي پوندو آهي. ان جميل تهہ ۾ جيوڙو (اسٽريپٽوڪوڪس ميوٽنس) پنهنجو گهر




ناهيندو آهي. جتي کاڌي ۾ موجود نشاستو (Carbohydrate) ملڻ ڪري هي جيوڙو نہ رڳو جيئرو رهي ٿو پر پنهنجي واڌ ويجهہ بہ ڪري ٿو هن جيوڙي کي نشاستو ملڻ جو دارومدار کاڌي جا اُهي ذرڙا آهن، جيڪي ڏندن ۾ کاڌي کائڻ کانپوءِ رهجي ٿا ۽ گهڻي ڀاڱي هر مناڻ ۾ هوندا آهن. هي نشاستي مٺائين، مٺين شين ۽ ننڍن ٻارن جي ٽافين، چاڪليٽن، آئيس ڪريم، مٺين سوپارين ۽ کنڊ مان ملندو آهي.

ڏندن جي تهہ (Pleque) ۾ موجود جيوڙا ڏندن تي بہ تيزابي مادا ناهيندا آهن: هڪ ليڪِ ٽِڪ ائسڊ (Lactic Acid) ۽ ٻيو پروٽيو لائيٽڪ انزائيم (Proteolytic Enzyme)، جن ٻنهي مادن جو اهو ڪم آهي تہ ڏندن کي هر حال ۾ نقصان پهچائين. ليڪٽڪ ائسڊ جي تيزابي اثر ڪري ڏندن ۾ موجود ڪيلشيم سالٽ (Calcium Salt) جيڪو ڏندن جي تازگي، صحت، تندرستي ۽ ڏندن جي وجود کي قائم رکي ٿو انهيءَ ڪيلشيم سالٽ کي نقصان پهچائيندو يا ختم ٿي ويندو آهي. ٻيو مادو پرولائيٽڪ انزائيم رهيل ڪم پورو ڪندو آهي. هن مادي جي ڪري ڏند ڀُرندا آهن. ڏندن کي ماڪوڙي لڳندي آهي ۽ ڏند ڳري ڪري پوندا آهن.

**ڏنڌاٽو** (ديهه): ضلعي قنبر شهدادڪوٽ جي تعلقي شهداد ڪوٽ جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڪبڙائي شيخ، مالهائي شيخ، محبوب شيخ، بگن ڪورائي، غلام حيدر مغيري، فيض محمد ترڪ، شهمير شيخ، پنجل پٽو، ڪجلو مگريو، پريارو بڙدي، ساروھ بڙدي، ڪورائي ڳوٺ، ڪڇي (حسن فقير) محمد خان چانڊيو، نندا پل، گلاب پٽو ۽ رضا محمد بروهي.

**ڏند ڪٿا** (Myth): ڏندڪٿا کي ديومالا بہ چيو ويندو آهي. لکيل تاريخ جا اڪثر ماخذ ديومالائي قصا يا ڏندڪٿائون هونديون آهن. هندستان ۾ مهاڀارت ۽ رامائڻ، يونان ۾ ديوتائن جا قصا ۽ داستان اهڙين ديومالائن ۾ شمار ٿين ٿا. عام ٻوليءَ ۾ اڪثر ڪنهن تصوراتي ڪهاڻي، خيالي قصي يا هٿ ٺوڪي ڳالهه کي ڏند ڪٿا چئجي ٿو. ڏندڪٿا قديم دؤر جي تصورن تي مشتمل هوندي آهي. انسانذات هر دؤر ۾ ڏند ڪٿائون جوڙيندي رهي آهي. انگريزي ادب جي هڪ ليکڪا ڪئرن آرمسٽرانگ جي 2005ع ۾ ڇپيل ڪتاب 'A Short History of Myth' (ڏند ڪٿا جي مختصر تاريخ) ۾ ڏند ڪٿا جي تاريخ کي ڇهن حصن ۾ ورهايو ويو آهي، جنهن مان پهرئين حصي کي 'اوائلي پٿرجي دؤر جي شڪارين جون ڪٿائون' ڪوٺيو ويو آهي. هي اهي ڏند ڪٿائون آهن، جيڪي ٻن لکن کان اٺ هزار ق. م تائين جون آهن. ڪتاب جي ٻئي حصي کي 'نئين پٿرواري دؤر جي پوکي ڙاهي ڪندڙن جون ڏند ڪٿائون' سڏيو ويو آهي. هن ڪتاب ۾ اهي ڏند ڪٿائون ڏنيون ويون آهن، جيڪي چار هزار ق. م کان 8 هزار ق. م تائين جون پراڻيون آهن. ٽئين حصي کي 'اوائلي سيٽائون' ڪوٺيو ويو آهي، جنهن ۾ 800 ق. م کان 4 هزار ق. م تائين جون ڏند ڪٿائون شامل آهن. چوٿين حصي کي 'محوري دؤر' چيو ويو آهي. هن حصي ۾ 200 ق. م کان 800 ق. م تائين جون پراڻيون ڏند ڪٿائون اچي وڃن ٿيون.

ڪئرن آرمسٽرانگ پنهنجي ڪتاب ۾ ڏند ڪٿا جي پنجين حصي کي بہ 'محوري دؤر' ۽ آخري حصي کي 'عظيم الهنديٰ ڦيري' جو نالو ڏنو آهي. ليکڪا جي جامع تحقيق موجب ڇهن بابن ۾ لکيل ليکي 22 هزار ورهين جي ڏند ڪٿائن جو جائزو ورتل آهي. جيتوڻيڪ ڏند ڪٿا جو حقيقت سان ڪو بہ واسطو نہ آهي، پر ان هوندي بہ ڪجهه ڏند ڪٿائون، اثرائتيون ۽ ڪارگر هونديون آهن. مطلب تہ ڏند ڪٿائن جو انجام اڪثر اهڙو اثرائتو ٿيندو آهي، جو جيڪڏهن ان تي عمل ڪيو وڃي تہ ساڳي ڏند ڪٿا انسان جي رهبر بہ ثابت ٿي سگهي ٿي. مثال طور: آڳاٽي زماني جي هڪ ڏند ڪٿا موجب نيئنڊر ٿال (Neanderthal) جون قبرون لڌيون ويون آهن، جن ۾ هٿيار، اوزار ۽ جانورن جا هڏا پوريل هئا. انهن سيني شين ڪنهن اينڊڙ دنيا ۾ ويساھ جو يقين ٿي ڏياريو. نيئنڊر ٿال هڪ ٻئي کي پنهنجي مئل ساٿيءَ جي مرڻ کان پوءِ سندس جيوت بابت آڪاڻيون بہ ضرور ٻڌايون هونديون. اهي پنهنجي موت بابت ٻين ساهوارن کان الڳ نموني سان ويچاري رهيا هوندا. نيئنڊر ٿال پنهنجي ساٿين کي مرندي تہ ڏسندا هئا، پر سندن رد عمل عام انسان وانگر حساس نہ هوندو هو. جڏهن هنن کي پنهنجي مئل ساٿيءَ جي مري وڃڻ جي تصديق ٿيندي هوندي، تڏهن هنن هڪ قسم جي جوابي ڪٿا جوڙي پاڻ کي موت جي حقيقت سان جوڙيو هوندو. نئينڊر ٿال قديم زماني ۾ يورپ مان هٿ آيل 'ٻند ٻهڻ ٿيل انسان' کي سڏيو ويجي ٿو.

اسان وٽ ڪيتريون ئي عام ڏند ڪٿائون مشهور آهن، جن مان هڪ ڏند ڪٿا اها بہ مشهور آهي تہ ڌرتي هڪ ڏڍي ڏڳي جي سڱ تي بيٺل آهي، جڏهن اهو ڏڳو پنهنجو سڱ تبديل ڪري ٿو تہ ڌرتيءَ تي زلزلو اچي ٿو يا وري هڪ ٻي ڏند ڪٿا موجب چيو ويندو آهي تہ جڏهن چنڊ جي چوڌاري هڪ گول دائرو (جنهن کي عام ٻوليءَ ۾ 'پڙ' يا 'هالو' چئجي ٿو) اچي وڃي تہ اهو اُن ملڪ جي حاڪم لاءِ خطري جي نشاني آهي. ڏند ڪٿائن کي هندو ڌرم ۾ هڪ خاص اهميت حاصل آهي. هندو ڌرم جي مذهبي ڏڻ ٿوڙي تهوار يا عيد برات جي پس منظر ۾ ڪا نہ ڪا ڏند ڪٿا ضرور هوندي آهي. سائنس جي هن دؤر ۾ بہ ڏندڪٿا جي هڪ نمايان حيثيت مڃي وئي آهي.

**ڏند ڪٿائون ۽ قصا** (ڪتاب): مختلف ملڪن جي ڏند ڪٿائن تي مشتمل هن ڪتاب کي سنڌ جي ناليواري ليکڪ ۽ مترجم حسين بادشاھ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. هن ڪتاب جو اصل ليکڪ روني رينڊال آهي. هن ڪتاب ۾ مختلف ملڪن جون ڏند ڪٿائون ۽ قصا شامل ڪيا ويا آهن، جن ۾ مصر، يونان، روم، نيوپارڪ، جاپان، ميڪسيڪو، ڪينيڊا، الاسڪ، چپان، آفريڪا، چيني ۽ نائيجيريا اچي وڃن ٿا. هن ڪتاب جو انتساب سهيڙيندڙ ۽ ترجمو ڪندڙ سنڌ جي لوڪ ادب کي سهيڙيندڙ ۽ سنواريندڙ جاڪوڙي ڪاپڙين جي نالي ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ جيڪي ڏند ڪٿائون ۽ داستان ڏنا ويا آهن، سي دنيا جي مختلف ملڪن سان واسطو رکن ٿا. اهي انساني روح ۽ دل جي اسرارن سميت جادو، مهم جوئي ۽ ڳجهه سان ڀرپور آهن. ڪتاب ۾ شامل داستان نهايت دلچسپ ۽ تاريخي آهن، جيڪي پڙهندڙن لاءِ وندر جو باعث آهن. 131 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب کي روشني پبليڪيشن، ڪنڊياري 2003ع ۾ ڇپرائي پڌرو ڪيو آهي. ڪتاب جي قيمت 80 روپيا آهي.




**ڏنڊيو/ ڏنڊي** (مڇي): هيءَ ساموندي ڇيلري مڇي اڇي رنگ جي ٿيندي آهي. هن جا چلر چلڪڻا اچا ٿيندا آهن. هيءَ ننڍين مڇين ۾ شمار ٿئي ٿي. هن مڇيءَ جو جسم ويڪرو وڏيڪ آهي، اُن جو منهن ويڪرو، ڪنهڙ بت وٺان وڏو ۽ منهن وٽ سوڙهو هوندو آهي، جنهنڪري ٻي ٻولي لڳندي آهي. پيچ وکريل، مٿئين ڪنڌي تي جهاليدار ڪنيڙ ڪنهڙ واري حصي کان هلي پيچ تائين پکڙيل ٿين ٿا. هيٺ مقعد واري جاءِ تي بہ وڏو پنک پکڙيل ٿئي، جڏهن تہ هيٺين پاسي بہ ڇگو وڏو ڪنيڙ لهرائيندو نظر ايندو آهي. پاسن کان منڊيءَ وٽ ٻنهي پاسي هڪ هڪ ڪنيڙ ٿئي ٿو هيءَ ننڍي مڇي 9 کان 12 انچ ٿئي ٿي، جنهن جي تور ٽي پاءُ کان سوا ڪلو ٿئي ٿي. هيءَ مڇي سمنڊ جي چاڙھ تي لاڙ وارن علائقن ۾ ملي ٿي. ڪائڻ ۾ لذيذ آهي. هن جو قد بت اهوئي رهي ٿو، آني ڪري ٿي.

**ڏنبو** (ساز): ساز جو هڪ قسم آهي، سنڌ ۾ فقير هڪ هٿ سان يڪتارو ۽ ٻئي هٿ سان ڏنبو وڄائيندا آهن. ڏنبو سوڏيل گول ڪاٺيءَ جو اٽڪل ٻه فوٽ ڊيگهه ۾ ٿئي ٿو ان جي هڪ مٿي ۾ پاسي کان ٽنگ ڪيندا آهن ۽



پوءِ اُن سوراخ ۾ مضبوط ڏاڱو وجهي، ان جي مٿان چمڙيءَ جي گول ڪنگريدار چپڙي رکندا آهن. ان جي مٿان پنج وڏا گهنگهرو (ڪڏهن ست) ٻڌي، ان کي يڪتاري جي تار تي چمڪو ڏياريندا آهن. سنڌ ۾ ڏنبي جو موجد سيداعظم شاهه آهي، جيڪو سنڌ جو سدا ملوڪ ڪافيرن مان ليکيو وڃي ٿو. فقرائي لڏو يڪتاري سان ڏنبو ضرور رکندو آهي. ڪافين ۾ ڏنبو چڱي لئي ڪري ٿو. ڪي ڪافين ڳائڻ وارا يڪتارو، ڪرتال يا چپڙي وڄائن، پر ڏنبي جي گهنگهرن جو آواز مٽرني کان ڇهرو ٿئي ٿو. پنجاب ۾ ڏنبي جي جاءِ تي چمٽو ساز طور وڄائين.

**ڏنگ**: ماکيءَ جي مک، ڏينبو چيلاٽي/ قنڌاري ڏينبو وڇون وغيره جي چڪ پائڻ کي ڏنگ چئبو آهي، جيئن ته انهن ساهوارن جي پڇڙيءَ ۾ هڪ خاص قسم جو زهر ڀريل هوندو آهي، جيڪو چڪ پائڻ سان ٻئي ساهواري جي جسم ۾



ماکيءَ جي مک جو ڏنگ

داخل ٿي وڃي ٿو. ان زهرواري چڪ کي 'ڏنگ' چوندا آهن. جڏهن ته نانگ وات سان ڏنگ هڻندو يا چڪ پائيندو آهي، جنهن کي عام زبان ۾ 'ڪڪڄڻ' چئبو آهي، پر 'ڏنگ' هڪڙي جيت جو نالو به ٿئي ٿو جيڪو لاڙ ۾ تمام گهڻو ٿئي ٿو. لاڙ جو پاڳو ساريال هئڻ سبب گهڻو پوسل وارو هوندو آهي، تنهنڪري اتي مڇر، منگهڻ، ڪارڙا ۽ ڏنگ جام ٿيندا آهن. هنن مان ڏنگ زهريلو جيت هوندو آهي، جنهن جي چڪ پائڻ سان ماڻهوءَ کي تمام گهڻي تڪليف پهچي ٿي. هن جيت جي چڪ پائڻ واري جاءِ سُڄي پوندي آهي ۽ ماڻهو ڪيترن ئي ڏينهن تائين سيءُ محسوس ڪندو آهي. گهوڙن ۽ ٻئي مال کي به هيءُ جيت چڪ پائي ٿو. جيڪو انهن جانورن لاءِ به نقصانڪار هوندو آهي. هن جي چڪ سان جانورن جي بت تي زخم ٿي پوندا آهن. هن جيت متعلق سنڌيءَ ۾ پهاڪو آهي: "هي مڙس نه ٻنهه ڏنگ آهي." هيءُ جيت هلڻ دوران ٺڪر پتر مطلب جيڪا به شيءِ سامهون ايندي، ان کي ڏنگيندو ويندو آهي. هن جيت کي پر هوندا آهن. جن جي سهاري اڏامي به سگهندو آهي.

**ڏنگ پٽ جو دڙو**: هيءُ دڙو ضلعي قنبر شهدادڪوٽ تعلقي واره ۾ واقع آهي ۽ پي ڊبليو ڊي جي جوٽاٽي بنگلي کان به ميل اولهه طرف آهي. پٿون سنڌيءَ ۾ وڇونءَ کي چئبو آهي. هن دڙي تي نانگ وڇون گهڻا هوندا آهن. انهيءَ ڪري هن دڙي مٿان 'ڏنگ پٽ' جو نالو پئجي ويو. هيءُ دڙو چانڊين جي جاگير ۾ شامل آهي.

**ڏنگر**: هي ڪڇ ۽ ڀڄ کان آيل هڪ سماٽ ذات آهي، جنهن ذات وارا اصل ۾ جبلن جا رهاڪو آهن.

**ڏنگراچ**: هيءُ هڪ مسلمان سماٽ ذات آهي. هن ذات وارا سرائيڪي ڳالهائين ٿا. ڏنگراچن جا ڪيترائي ڳوٺ ضلعي نوشهري فيروز ۾ آهن.

**ڏنگرالو**: تعلقي ۽ ضلعي عمرڪوٽ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

نسيم آباد، الياس خاصخيلي، دودو خاصخيلي، محمد عالم پلي.

**ڏنگڙو**: ضلعي نوشهري فيروز، تعلقي پڙيا جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

نپيو ميمڻ، مياٽي، آچر وسطڙو، دينو ڪوهار، رياض پنجابي، حاجي طفيل پنجابي، شاهه محمد پنجابي ۽ چوڌري غلام حيدر پنجابي.

**ڏنگڙي**: ضلعي قنبر شهدادڪوٽ، تعلقي ميرو خان جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

قمرالدين گوپانگ، عبدالستار گوپانگ ۽ جمال خان گوپانگ.

**ڏنل شاهه**: تعلقي ڪنگري، ضلعي خيرپور ميرس جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

چاچڙ، ڏنل شاهه، ناريجو ۽ ٻچل ناريجو.

**ڏنو شاهه**: تعلقي سڪرنڊ، ضلعي نوابشاهه جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محمد صديق راول، علي نواز ٻگهيو، محمد انور گاڏهي، الهڏنو مشوري، شيخن جو ڳوٺ، ڳوٺ ٻگهيو، غلام حيدر چانڊيو ۽ مشوري ڳوٺ.

**ڏوبتو** (ديهه): تعلقي ڪپري، ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

قادر ڏنو ٽيٽپار (عبدالرحيم)، نظام الدين شر، عيدل نوهڙي، ٻولو شر، هاشم نوهڙي، مير محمد مگريو، سخي نوهڙي، اسماعيل گجو ۽ نصرالله ٽيٽپار.

**ڏوبل**: هي ملاح ۽ مهاڻا آهن. نوشهري فيروز ضلعي ۾ ڪلا (سماٽ) ذات جا ماڻهو وينا آهن. جن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ ڏوبل- ڏٻرا آهي، ڏوبل لفظ جي معنيٰ آهي، ڪمزور، ڏٻرو.

**ڏونڙ بندر** (ماڳ): ڏونڙ، تعلقي ننگرپارڪر، ضلعي ٿرپارڪر جو هڪ قديم ماڳ آهي. جيڪو آڳاٽي دؤر ۾ ننگرپارڪر شهر کان ويهه ميل اتر طرف ويراواهه شهر جي اوڀر ۾ هڪ بندر طور سڃاتو ويندو هو. جتي ڪچ کان جهاز اچي لنگر انداز ٿيندا هئا. ڪن عالمن جو خيال آهي ته ڏونڙ ڪو الڳ بندر ڪونه هو، پر پارينگر کي 'ڏونڙ' سڏيو ويندو هو. هن بندر جو ذڪر تاريخي ماڳن ۽ ڪتابن ۾ اچي ٿو. هن لاءِ ڪن محقق جو خيال آهي ته هيءُ بندر شايد پاريننگر بندرئي هو ۽ هتي سامونڊي جهاز لنگر انداز ٿيندا هئا. هن بندر جو ذڪر 'سنڌ جي قديم آثارن جي ڊائريڪٽريءَ' ۾ به ڏنو ويو آهي.

**ڏونڙ** (ديهه): ضلعي ۽ تعلقي عمرڪوٽ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سينڌري جو پار، جام جي ڊاٽي، ووڙي، راهمان، روهيڙ پاڙو، بنگ جانگ، مينڌرو ڏوهٽ، شيڪڙو، محبوب پيل، حاجي سمون، آڳراٽي ۽ سنڙ جو پيل.

**ڏوڏيجا** (ذات): ڪرنل ٽاڊ جي ڪتاب 'راجستان جي اتهاس' ۾ ڏوڏا نالي هڪ نهايت حشمت واري حاڪم جو ذڪر آهي، جيڪو عيسوي ڇهين صديءَ ڌاري ٿي گذريو آهي. هُو هڪ رواجي سردار جو پٽ هو، پر پنهنجي سورهيائيءَ ۽ دٻدٻي سان هاٽوڪي جيسلمير ۽ بهاولپور ويجهو حڪومت برپا ڪئي هئائين. هن راجا ڏوڏا جو اولاد سنڌس ئي نالي پٺيان 'ڏوڏيجا' سڏجي ٿو. راجا ڏوڏا کي ٻارهن پٽ هئا، جي سنڌس چالاڪي کان پوءِ پاڻ ۾ نه نڀي هليا ۽ سنڌن حڪومت ٽي ڏانواڊول ٿي وئي. امرتسر، ملتان، لوئر پنجاب، بهاولپور ۽ شڪارپور ۾ ڏوڏا يا ڏوڏيجا خاندان جا ڪيترائي گهر موجود رهيا آهن، جيڪي پنهنجي گهراڻي جي هستي قائم رکندا آيا آهن.

ڪاڪي پيرومل مهرچند آڏواڻيءَ جي 'سنڌ جي هندن جي تاريخ' بابت ٻن جلدن تي مشتمل ڪتاب ۾ شڪارپور جي ڏوڏيجا خاندان جو ذڪر موجود آهي. هو لکي ٿو ته، "شڪارپور ۾ ڏوڏيجن جا اٽڪل ٻه سؤ گهر آهن، جن مان پنجاهه ڪن گهر ڀائي سنتداس ڏوڏيجا جي اولاد جا آهن. [سنتداس ڏوڏيجا مشهور اديب لوڪرام ڏوڏيجا جو پڙڏاڏو هو] ڀائي سنتداس جو پيءُ ڀائي رهنداس ڏوڏيجا (1811ع-1731ع) هڪ وڏو واپاري هو ۽ عيسوي ارڙهين صديءَ جي آخر ڌاري ٿي گذريو آهي. سنتداس جي پٽ تاراچند کي شڪارپور ۾ ٽامي ۽ پتل جي ديڳين ٺاهڻ جو وڏو ڪارخانو هوندو هو. شڪارپور جا ناڻارا ۽ تاراچند جون ديڳيون هنڌين ماڳين مشهور هونديون هيون. قنڌار، قلات ۽ ايران کان قافلا انهن ديڳين خريد ڪرڻ لاءِ ايندا هئا. لوڪرام ڏوڏيجا ۽ سنڌس پٽ گرڌاري لال ڏوڏيجا (گ. ل. ڏوڏيجا) اديب هئڻ سان گڏ ڪاغذ ۽ شيشي جي ڪارخانن جا مالڪ هئا.

انهيءَ کان سواءِ ڏوڏيجا سکر پني عاقل، گهوٽڪيءَ سميت هندستان جي ڪن شهرن ۾ پڻ آباد آهن، جن مان اڪثر ڪاروبار ڪندا آهن.

**ڏوڏيجا، پيسو مل**: ديوان پيسو مل ڏوڏيجا شڪارپور ۾ ڪاروبار ۽ تعليم جي حوالي سان انتهائي معتبر شخصيت ٿي گذريو آهي. ديوان پيسو مل کي ننڍپڻ کان وٺي سنسڪرت ۽ ٻين ٻولين سکڻ جو چاهه هو. مئٽرڪ جو امتحان سنسڪرت ۾ ڏنائين، اهو به ان وقت جڏهن سنڌ ۾ فارسيءَ جي چالامان هو ۽ سنسڪرت سيکارڻ جو ڪو اسڪولن ۾ خاطر خواه بندوبست نه هوندو هو. ديوان پيسو مل بابت مشهور تاريخدان پيرومل مهرچند آڏواڻيءَ پنهنجي ڪتاب 'سنڌ جي هندن جي تاريخ' ۾ لکي ٿو ته: "پيسو مل سنسڪرت ۾ ايتري قدر قابل هو جو سنڌ جا وڏا پنڊت به پنهنجون مشڪلاتون ڪانئس حل ڪرائيندا هئا." هن لاڙڪاڻي ۾ هڪ نائيٽ اسڪول کوليو. 19هين صديءَ جي آخر ۾ وڪالت جو امتحان ڏئي لاڙڪاڻي ۾ 35 ورهيه وڪالت ڪيائين. هو ميراڻي پوشاڪ پائيندو هو ۽ عام طرح ديوان پيسو مل سڏبو هو. هو لاڙڪاڻي جي بار ايسوسيئيشن جو سيڪريٽري هو ۽ ڪجهه وقت بار ايسوسيئشن جو صدر به رهيو. هن 1931ع ۾ وفات ڪئي. ديوان پيسو مل جو فرزند لوڪرام ڏوڏيجا ۽ پوٽو گرڌاري لعل عرف گ. ل. ڏوڏيجا سنڌي ٻوليءَ جا نامور اديب ٿي گذريا آهن.

**ڏوڏيجا، گرڌاري لال**: سنڌي ٻوليءَ جو ناميارو ليکڪ، ڪهاڻيڪار، ناول نگار، ناٽڪ نويس ۽ مضمون نگار، گرڌاري لال ڏوڏيجا عرف عام گ. ل. ڏوڏيجا، شڪارپور ۾، مشهور اديب ۽ صحافي لوڪرام ڏوڏيجا جي گهر ۾، 1931ع ۾ پيدا ٿيو ورهاڱي کان پوءِ، ممبئيءَ ۾ وڃي آباد ٿيو جتي 1953ع ۾ لڇمڻ داس بجاج جي ڌيءَ لاجونتيءَ سان شادي ڪيائين. جيڪا 1934ع ۾ شڪارپور ۾ ڄائي هئي. گرڌاري لعل جي والده (يعني لوڪرام جي پهرين زال) ستي منيال، ٻار جي پيدائش وقت گذاري وئي هئي. ان ڪري 12 سالن جي ڄمار تائين گرڌاري لال کي سنڌس (بيوهه) پڦيءَ نپايو.

گرڌاري لال جرنلسٽ ٿيڻ ٿي چاهيو، پر خاندان جي مجبورين جي ڪري ڪيس ڪاغذ جو اباڻو ڌنڌو ڪرڻو پيو. جيڪو اڄ به 'ٽويل مارٽ' نالي پوني ۾ قائم آهي ۽ سنڌس پٽ هريش ڏوڏيجا هلائي ٿو.

گرڌاري لعل 'پونا ڪاليج آف انجنيئرنگ' مان مڪينيڪل انجنيئرنگ جو امتحام پاس ڪيو. سنڌس چاچي [يعني لوڪرام جي ننڍي ڀاءُ] ديوان ڪرمچند به انجنيئرنگ ۾ (1936ع ڌاري) B.E ڪئي هئي. ديوان ڪرمچند 8 سال ڪن سرڪاري نوڪري ڪئي، ان بعد ٺيڪيداري ڪيائين ۽ لوڪرام سان گڏ انڊس گلاس فئڪٽريءَ ۾ ڀائيواري به ڪيائين، جنهن ڌنڌي ۾ اڳتي هلي گرڌاري لال به هٿ ونڊايو. گرڌاري لال ڏوڏيجا ناول، ڊراما، ڪهاڻيون، مضمون ۽ يادگيريون لکيون آهن. سنڌس ناولن ۾ (1) گمراهه (1965ع)، (2) هُنديءَ جو حوالو (1966ع)، (3) خوني ڪير؟ (1967ع)، (4) اصلي نقلي (1969ع)، (5) پتني پنهنجي پُٽ پرائو (1983ع) ۽ (6) مجرم وغيره شامل آهن. سنڌس ناول 'پتني پنهنجي پٽ پرائو' آتم ڪهاڻيءَ جي انداز ۾ لکيل آهي، جنهن ۾ هڪ هندو گڏيل ڪٽنب جي عڪاسي ڪيل آهي. هن جا ناول گهريلو مسئلن، جاسوسي ۽ سماجي موضوعن تي آڌاريل آهن. سنڌس ڊرامن جو هڪ ڪتاب 'ڏڻ ڏيئرن جو' (1983ع) ۽ مختصر ڪهاڻين جو هڪ مجموعو 'ڪٿيون منيون ڪهاڻيون' (1984ع) پڻ ڇپيل آهن. ان کان سواءِ گ. ل. ڏوڏيجا جا هيٺيان ڪتاب پڻ ڇپيل آهن: (1) سنڌي آئين ڪٿان؟ (2) سنڌ جي سار (يادگيريون)، (3) ايڪسڪيوز مي مسٽر وال، (4) لائيف بامبي اسٽائيل، (5) اپنا اجنبي. گرڌاري لال ڏوڏيجا 2000ع ۾ پوني ۾ لاڏاڻو ڪيو. هن پنهنجي وصيت ڪئي هئي ته: "منهنجي لاش جي خاڪ سنڌ موڪلجو ته ذرو پرزو سنڌونديءَ ۾ پوندو ته منهنجي روح کي راحت ملندي."

**ڏوڏيجا، لوڪرام**: جهونو صحافي، اديب ۽ واپاري لوڪرام ڏوڏيجا، 4 نومبر 1907ع تي شڪارپور، سنڌ ۾ پيسومل ڏوڏيجا جي گهر ۾ پيدا ٿيو. لوڪرام بنيادي تعليم شڪارپور مان ورتي. انهن ڏينهن ۾ شڪارپور ۾ ڪيترائي اسڪول هئا. 1918ع ۾ جڏهن لوڪرام ڏوڏيجا هاءِ اسڪول ۾ پڙهندو هو ته ان اسڪول جو هيڊ ماستر ديوان خوبچند چينائي هو سنڌ جو اڳوڻو گورنر ۽ وزيراعظم سر غلام حسين هدايت الله به ان هيڊماستر وٽ پڙهيو هو.

تعليم مڪمل ڪرڻ بعد لوڪرام پنهنجو اباڻو ڌنڌو يعني واپار وڙو شروع ڪيو. لوڪرام لاءِ مشهور آهي ته 1922ع ۾ جڏهن هُو تيرهن سالن جو نوجوان هو ته ڪيس ساڌو ٿيڻ جو شوق ٿيو ۽ هڪ ڏينهن پنهنجي دوست جي. وي. ڏيساڻيءَ سان گڏ، گهر ڇڏي هماليا جبلن ڏانهن روانو ٿي ويو پر رستي تي بيمار ٿيڻ ڪري، ٻئي هردوار شهر ۾ ترسي پيا، جتي لوڪرام جو وڏو ڀاءُ کين ڳوليندو اچي نڪتو ۽ لوڪرام کي وٺي واپس شڪارپور آيو.

لوڪرام به شاديون ڪيون. پهرين 1930ع ۾ موهن داس منيال جي ڌيءَ بنسي منيال سان، جنهن مان فقط هڪ پٽ گرڌاري لعل ٿيس. ان جي لاڏاڻي بعد ٻي شادي مترداس روهڙا جي ڌيءَ ڪملا سان 1932ع ۾ ڪيائين. ڪملا مان کيس ست ٻار ٿيا، جن مان پرهلاد، ڀڳوان، راڻي، بنسيدر ۽ سرسوتي شڪارپور ۾ ڄاوا ۽ سيدرا ۽ منوهر پوني ۾ ڄاوا.لوڪرام ڏوڏيجا جو والد، 1931ع ۾ وفات ڪري ويو. لوڪرام ابتدا ۾ الائيڊ بئنڪ ڪراچيءَ ۾ ڪلارڪ طور ڪم ڪيو. ان سان گڏوگڏ 'سنڌ اسٽيشنري مارٽ' نالي سان اسٽيشنريءَ جو ڪاروبار به جاري رکيائين. 1940ع ۾ پنهنجي ڀيٽوئي ڪرمچند، دوستن: ڪنيالال ۽ مستر وليچا سان گڏجي حيدرآباد ۾ انڊس گلاس فئڪٽري لڳايائين.

لوڪرام ڪاميابيءَ سان ڌنڌو ۽ ڪارخانو هلايو. حيدرآباد جي انڊس گلاس فئڪٽريءَ ۾ 600 کن ماڻهو ڪم ڪندا هئا ۽ 250 قسم جون بوتلون ۽ گلاس ٺهندا هئا، جن جو وڪرو نه فقط سنڌ ۾ پر بمبئي، جوڌپور، اڊيپور، اجمير، ڪاٺياواڙ، گجرات، مدراس، دهلي، راولپنڊي، پشاور، افغانستان ۽ آفريڪا جي شهرن ۾ به ٿيندو هو. لوڪرام کي تعليم حاصل ڪرڻ ۽ مطالعي جو شوق پيءُ کان ورثي ۾ مليو هو. ان ڪري مرڻ گهڙيءَ تائين ڪتابن جو مطالعو جاري رکيائين.

1947ع ۾ هندستان جي ورهاڱي کان پوءِ لوڪرام ڏوڏيجا، ڪراچيءَ مان لڏي ممبئيءَ اچي رهيو، جتي هن ڪاغذ جو واپار شروع ڪيو ۽ 'نوبل پيپر مارٽ' نالي ڪاغذ جي ٽريڊنگ ڪمپني شروع ڪئي. آهستي آهستي ان ڪمپنيءَ ترقي ڪئي ۽ هن ٻين مائٽن کي پاڻ سان شامل ڪري احمد آباد، سولاپور، سڪندرآباد ۽ پوني ۾ ڪمپنيءَ جون برانچون کوليون. بعد ۾ نوبل ڪمپنيءَ جي هيڊ آفيس ممبئيءَ مان شفٽ ڪري پوني ۾ رکي وئي، جنهن کي سندس پٽ گرڌاري لال ۽ ان جي لاڏاڻي کان پوءِ گرڌاري لال جو پٽ هريش هلائي ٿو مختلف قسمن جي ڪاغذن جي وڪري کان سواءِ وٽن هندي، مرهٽي، انگريزي، گجراتي ۽ سنڌيءَ ۾ ڇپائي پڻ ٿئي ٿي.

لوڪرام ڏوڏيجا پنج ڪتاب لکيا، اهي به وڏيءَ عمر ۾، پنجهتر سال گذرڻ بعد، پر سندس هڪ ڪتاب 'منهنجو وطن منهنجا ماڻهو' هند سنڌ ۾ تمام گهڻو مشهور ٿيو ۽ ٻنهي هنڌان ڇپيو. هن ڪتاب ۾ لوڪرام سنڌ جي تاريخ، سنڌ جي جانورن، ٽرجي نانگن ۽ بلائن، ريگستان جي مورن ۽ هرڻن، ٻار سان هرڻ جي شڪار جي طريقن، ڪوهستان جي مردن ۽ عورتن، سنڌ ۾ تيرٿن ۽ زيارتن، سنڌ جي شهرن، گهٽين ۽ حويلين جو ماحول، شڪارپور جي مانجهي مردن، سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب، هندو ذاتين سنڌ جي مختلف کاڌن: ٻهه، لوڙهه، پڀڻ، گيدوڙن، ليسوڙن، پنگ، ٻوڙينن، پاپڙن ۽ پڪوڙن جو ذڪر موجود آهي ان کان سواءِ هن ڪتاب ۾ سنڌي هندن ۽ مسلمانن جي ذاتين، ريتن رسمن ۽ رواجن هنرن ۽ ڌنڌن، چورن ۽ ڌاڙيلن، ڪيرين ۽ پڳن بابت دلچسپ ڳالهيون شامل آهن. ان کان سواءِ سنڌ ۾ ٿيندڙ ميلن ملاکڙن سميت هر قسم جي سماجي ۽ ثقافتي منظرڪشي ڪئي وئي آهي هي ڪتاب انڊيا ۾ پهرين ديوناگري سنڌيءَ ۾ ڇپيو پنجن سالن بعد 1983ع ۾ عربي سنڌيءَ ۾ ڇپيو ڏهن سالن بعد 1993ع ۾ هي ڪتاب سنڌ ۾ نيو فيلڊس پبليڪيشن حيدرآباد (سنڌ) وارن پڻ ڇپرايو. لوڪرام ڏوڏيجا جا ڇپيل ڪتاب هن ريت آهن: (1) منهنجو وطن منهنجا ماڻهو (2) سڪار تو سفر (سفرنامو: 1976ع)، (3) اڄي گهوٽ ته نشا ٿيوي (پهريون ڇاپو: 1980ع، ٻيو ڇاپو: 1985ع، انڊيا ۽ ٽيون ڇاپو 1997ع، سنڌ)، (4) ورهاڱي جون لڳ ڪاندارينڊڙ آکاڻيون ۽ (5) مهاڀارت، وغيره.

لوڪرام ڏوڏيجا جي وفات 1988ع ۾ ٿي. آخري ڏينهن ۾ هُو پيٽ جي تڪليف ڪري ڪڏهن گهر ته ڪڏهن اسپتال ۾ داخل ٿي ٿيو. دل جو مريض ته اڳ ئي هو ڪيس 1982ع ۾ دل جو دورو پيو هو. ان کان علاوه هُو ڪجهه گهرو پريشانين ڪري به ڏکويل رهيو ٿي. خاص ڪري سندس وڏي پٽ گرڌاري لعل ۽ سندس وچ ۾ ڪجهه ذاتي ۽ ڪاروباري ضد پيدا ٿي پيا، ان ڪري 1975ع ۾ ئي هن ڪٽنب جي سيني ڪمپنين کان رٽائرمينٽ ورتي هئي، پر جاين جڳهين ۽ ٻي پراپرٽيءَ تي هن جو پٽن سان ناهه ٿي نه سگهيو جنهن جو ڪيس ڏاڍو ڏک رهيو.

**ڏور**: 'ڏور' ۽ 'ڳجهارتون' سنڌ جي سگهڙن ۽ عوام جي وندر ۽ وروڻهن جو هڪ دلچسپ ۽ محبوب مشغلو آهن. قدامت جي لحاظ کان 'پروليون ۽ ڳجهارتون' سنڌ جي سگهڙپائيءَ جو هڪ آڳاٽو نمونو آهن، جن جي ڀيٽ ۾ 'ڏور' نسبتاً پوئين ويجهي دور جي پيداوار آهي. جڏهن کان هڪ طرف عوام ۾ اسلامي تاريخ جون روايتون ۽ انهن سان گڏ نبين جا معجزا ۽ اصحابن، امامن، ولين ۽ درويشن جون حڪايتون رائج ٿيون. ٻئي طرف تصوف ۽ سلوڪ جي لحاظ سان 'مجازي' ۽ 'حقيقي' معنيٰ جو تخيل پيدا ٿيو ته سنڌ جي صوفي شاعرن، پنهنجن بيتن کي 'تمثيل' جي قالب ۾ سموهيو يعني بيتن جي مجازي (ظاهري) مضمون کي سنڌ جي عام قصن ۽ ڪهاڻين جي تاڃي پيٽي ۾ آنڊائون . . . 'تمثيل' وارو معنوي پهلو، پوءِ سگهڙن جي بيتن جو مرڪز ۽ محور بنيو، جن کي 'ڏور' سڏيو ويو.

ڏور جي هيئت ۽ معنيٰ: معنوي سٽاءَ جي خيال کان عام پرولي، ڳجهارت ۽ ڏور ۾ هڪ خاص فرق هي آهي ته عام پرولي 'تشبيهه' ۽ 'استعاري' تي ٻڌل آهي. ڳجهارت جي اڏاوت 'تجنيس' ۽ 'تلميح' تي بيٺل آهي ۽ 'ڏور' جي عمارت خاص طرح تمثيل تي اڏيل آهي. قالب ۽ هيئت جي لحاظ سان پروليون ۽ ڳجهارتون اڪثر ننڍن فقرن، جملن يا بيتن جي صورت ۾ ٻڌيل آهن. انهن جي ڀيٽ ۾ 'ڏور' جو مستقل قالب 'بيت' آهي. ان ڪري سگهڙ ڪچهريءَ ۾ جڏهن چوندا آهن ته 'ادا، بيت ڏي' معنيٰ: 'ڏور ڏي'.

پرولي ۽ ڳجهارت، هڪ ڏک سان ادا ٿئي ٿي، پر 'ڏور جو بيت' هڪ ڏک سان نه پڄندو، پر 'بيت جو بيان' ڪرڻو پوندو آهي.

سڄاڻ سگهڙن 'اصل ڳالهہ' جو دائرو، نبين، اصحابن، امامن ۽ وليسن جي سوانح جي واقعن، معجزن، ڪرامتن ۽ ڪرشمن تي رکيو آهي، ۽ ظاهري طرح انهن کي سنڌ جي عام مشهور قصن، داستانن جي ٽاٽن، اهڃاڻن تان روزمره جي زندگيءَ جي ڪمن ۽ وهنوارن ذريعي ادا ڪرڻو پوندو آهي. ڏور جي قسمن ۾: (1) قدرت، (2) سوا لک، (3) پنجتن، (4) امامت، (5) وليت جا قسم اچي وڃن ٿا. ڪي ڏور بين شخصيتن يا واقعن بابت بہ هوندا آهن. 'ڏور' کي ڳولڻ ڏکيو هوندو آهي، ان ڪري چوندا آهن تہ 'ڏور آهي شهزور'- اٽڪهيل سگهڙ ڪيترين اڻ تصديق ٿيل ڳالهيون ۽ واقعا بہ بيان ڪندا آهن. بهرحال هي سگهڙپائيءَ جي هڪ اهم صنف آهي. هيٺ صرف هڪ مثال 'قدرت' جي ڏور جو، ۽ ان جي پيڇڻي ڏجي ٿي:

ڏور بيت:

مومل تڏهن ملي، جڏهن راڻو ڏسن راڄ،
جڏهن ڏسن سونهن سوڍي جي، تڏهن ڪامل ڪن ڪاڄ،
پوءِ خوشيون ڪن ڪاڄ، مهل انهيءَ ميهار چئي.

هن ڏور جي پيڇڻي: 'عيد جو چنڊ ۽ عيد' آهي.

**ڏور[1]** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو ترتيب ڏنل آهي. هي لوڪ ادب سلسلي جو پندرهون ڪتاب آهي، جنهن ۾ ٽن صفحن جو مهاڳ ۽ 18 صفحن جو تفصيلي مهاڳ شامل آهي، جنهن ۾ ڏور جي هيئت ۽ معنيٰ، ڏور جي سٽاءَ، ڏور جا قسم، ڏور جي سلسلي جا اصطلاح، ڏور ڪچهريءَ جا قانون ۽ مواد جي سهيڙ ۽ ترتيب وغيره شامل آهي. هي ڪتاب چئن ڀاڱن تي مشتمل آهي. پهريون ڀاڱو 'سوا لک'، جنهن ۾ حضرت آدم عليہ السلام کان نبي پاڪ صلي الله عليہ وسلم جن جي جنم تائين بيان ڏنل آهن. انهن بيانن کي ڏور جي صورت ۾ بيان ڪيو ويو آهي. ڀاڱو ٻيو 'پنجتن' جنهن ۾ نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم ۽ اصحاب سڳورن جا بيان ڏنل آهن ۽ انهن کي ڏورن جي صورت ۾ بيان ڪيو ويو آهي. ڀاڱو ٽيون 'وليت'، جنهن ۾ اولياء سڳورن جو بيان ڏنل آهي. انهن بيانن کي ڏور جي صورت ۾ پيش ڪيو ويو آهي. ڀاڱو چوٿون 'قدرت' بابت آهي، جنهن ۾ ڏڻي سڳوري جا معجزا بيان ٿيل آهن ۽ انهن کي بہ ڏورن جي صورت ۾ بيان ڪيو ويو آهي. هن ڊيمي سائيز جي ڪتاب ۾ 606 صفحا آهن ۽ هن جي قيمت 275 رپيا آهي.




**ڏور[2]** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جو ترتيب ڏنل آهي. هيءَ ڪتاب ٻن ڀاڱن تي مشتمل آهي. پهرئين ڀاڱي ۾ شاعرن جو مختصر تعارف، انهن جي شاعري ۽ ڏور لکيل آهن. هن ڪتاب ۾ ڏورن جون پيڇڻيون بہ ڏنل آهن. جن شاعرن جا ڏور ڏنا ويا آهن، تن جا نالا: شاهہ عنات رضوي، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، پيراڻو پنيرو موريو غلام محمد، بنگل شاهہ محمد سرهو، ڪمال، محمود پلي، جلال پنو، جان محمد ڪٽي، ملال ملاح، سانول، نيڪ محمد، هاشم، فيضو الاهي بخش، ميهر حاجي، رتو قادر بخش، لونگ، الهڏنو الهورايو، بادل، حجم، گابر محمود، خدا بخش، جوکيو انڙ، سومر سولنگي، ملا ۽ غلام حيدر آهن. ٻئي ڀاڱي ۾ ڏور جا قسم ڏنا ويا آهن. جن ۾ قدرت، سوا لک، پنجتن پاڪ ۽ اولياء شامل آهن. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ 178 صفحا آهن. ڪتاب جي قيمت 30 روپيا آهي.

**ڏور بہ اوڏا سپرين[1]** (ڪتاب): هي ڪتاب مشهور شاعر تاجل بيوس جي ڀارت ياترا تي ٻڌل سفرنامو آهي. جنهن جو انتساب هن سنڌ ۽ هند جي ٽن ليکڪائن: پوپٽي هيراننداڻي، ڪلا پرڪاش ۽ سندري اتمچنداڻيءَ جي نالي ڪيو آهي. هن سفرنامي ۾ موجوده هندستان جي احوال سان گڏ هند جي سنڌين جي ڀهڳٽي ٻوليءَ، ادبي ادارن ۽ اتان جي سنڌين جي مختلف شعبن ۾ جوڳن ڪارنامن، انڊو- سنڌ مشاعري ۽ شاهہ، سچل، سامي سيمينار جا سربستا احوال ڏنل آهن. تاجل بيوس پنهنجي مهاڳ ۾ لکيو آهي تہ: "بس! منهنجي هن سفرنامي 'ڏور بہ اوڏيا سپرين' ۾ ان شخص جا جذبا ۽ احساس آهن، جنهن کي وڻ وانگر پاڙئون پٽي سرحد جي هن پار اڇليو ويو هو. مان انهن هم زبان بزرگن، دوستن، مائرن، ڀينرن، ڀائرن ۽ نياڻين سان ملڻ ويو هيس، جن جو هڪ هڪ لفظ منهنجي روح ۾ پيهي ويو هو. جن جي ٻوليءَ ۾ امان سائنڻ پينگهي ۾ سمهاري، لولي ڳائي ننڊون ڪرائيندي هئي." ڊيمي سائيز جي 122 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب سنڌي اڪيڊمي ڪراچيءَ، جون 1992ع ۾ ڇپايو آهي. ڪتاب جو ٽائيٽل نامور مصور اياز عالم ابڙي ناهيو آهي ۽ ڪتاب جي قيمت 30 روپيا ڄاڻايل آهي.




**ڏور بہ اوڏا سپرين[2]** (ڪتاب): هي ڪتاب هند جي مشهور اديب جوڙي منوهر بيدي ۽ ڊاڪٽر جگديش لڇاڻيءَ جي اسڪرپٽن تي مشتمل آهي. اهي 3 وڊيو اسڪرپٽ آهن. پهريون اسڪرپٽ 'ڏور بہ اوڏا سپرين' شاهہ ڀٽائيءَ جي زندگي ۽ سندس سير ۽ سياحت بابت آهي، هن اسڪرپٽ ۾ شاهہ جي حياتي جي هڪ اڻ ڇهيل باب جو اپٽار آهي. جنهن ۾ ڄاڻايو ويو آهي تہ شاهہ صاحب هنگلاج ڏانهن ويندي ٽي سال جوڳين جي سنگ ۾ رهيو هو. ٻئي اسڪرپٽ 'لڙڪ نہ لڪڻ ڏين' ۾ شيخ اياز جي حياتيءَ جي ڪن ورقن کي پسايو ويو آهي، جنهن ۾ سندس زندگيءَ جي لاهن چاڙهن جو ذڪر آهي. ٽئين اسڪرپٽ 'ايندو ڪونہ وري تاجل آ' ۾ تاجل بيوس جي حياتي، ڪلام ۽ تخليقي تصورن تي لکيل آهي. هي خوبصورت ٽائيٽل وارو، ڊيمي سائيز جي 108 صفحن تي مشتمل ڪتاب 'وينا پبليڪيشن الهاس نگر انڊيا' ڇپايو آهي، جنهن جو پهريون ڇاپو 2002ع ۾ شايع ٿيو ۽ ان جي قيمت 90 روپيا آهي.




**ڏورٽ** (ذات): هي مسلمانن جي سماٽ ذات آهي. هن ذات وارا ٿر ۾ رهن ٿا.

**ڏوريان ڏوريان مَ لهان** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي ناليواري شاعر تاجل بيوس جي مختلف ڇپيل ڪتابن جو گڏيل مجموعو آهي. هن ڪتاب جو انتساب شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي نالي ڪيو آهي. ٻه اکر تاجل بيوس پاڻ لکيا آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ انعام شيخ لکيو آهي. هن مجموعي ۾ تاجل بيوس جا مختلف ڇپيل ڪتاب: 'جڏهن پونءِ ٻٽي'، 'انبن جهليو ٻور'، 'سرجيندڙ ساٿيهه جا'، 'سنڌ منهنجي امان'، 'ڪاڇي مٿان ڪونج'، 'ڪنڌيءَ ڪؤنر ٽرن'، 'ڪنڌيءَ اڪ ڦولاريا'، 'صحرا سترجن' ۽ 'تنهنجا نيڻ غزل' شامل آهن. هي ڪتاب 856 صفحن تي مشتمل آهي. ڊبل ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 300 روپيا آهي. هي ڪتاب تاجل بيوس اڪيڊميءَ جي سهڪار سان سنڌي ادبي سنگت ڪراچيءَ شاخ 1997ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.




**ڏوري ڏوري ڏيهه** (ڪتاب): هي ڪتاب ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ جو يورپ جو سفرنامو آهي، جنهن جو پهريون ڇاپو سهڻي پبليڪيشن، حيدرآباد، جون 1984ع ۾ ڇپيو هو، جنهن جي قيمت اُن وقت 20 روپيا رکي وئي هئي. ڪتاب جو انتساب: لکيءَ ۽ ڪيس ڊي گروٽ جي نالي ڪيو ويو آهي. هي سفرنامو سولي ۽ سلوڻي ٻوليءَ ۾ لکيو ويو آهي، جنهن ۾ اٿينس، روم شهر، نيپلس، ڪئپري، لنڊن، نيشنل آرٽ گئلري، برٽش ميوزيم، مادا تساد ميوزيم جي معائني، لسيٽر ۾ يادگار رات، ڪنگس لين، شيڪسپيئر جي شهر، ڊاڪٽر شٽڪل ۽ ڊاڪٽر آلچن سان ملاقات، ائمسٽرڊام (هالينڊ)، پئرس وغيره بابت دلچسپ سفري يادگيريون شامل آهن. ڪتاب جو ٻيو ڇاپو روشني پبليڪيشن ڪنڊياري، ڊيمي سائيز جي 168 صفحن تي ڇپيو آهي، جنهن جي قيمت 100 روپيا آهي.









**ڏوريو**: ڏوريو تمام سهڻو پکي آهي، جيڪو هماليه جي چوٽين تان لهي سنڌ ۾ آڪٽوبر مهيني جي شروعات ۾ ايندو آهي ۽ مارچ ۾ واپسي ڪندو آهي. هن جي ڇاتيءَ وارا ڪنب ڪارا، پورا ۽ ناسي ٿيندا آهن. ڪن ملاحن جو چوڻ آهي ته هي ديسي پکي آهي، پرائين نه آهي. هن جي ڇهنب هلڪي هلڪي ڳاڙهي بدڪ جيان گول ٿئي ٿي. ڏوريو اڏامڻ ۾ ڏاڍو چُست ٿيندو آهي. ڏينهن چڙهندو ته ٻاهر نه نڪرندو آهي. سڄيءَ رات ڪاڏي جي تلاش ڪندو آهي، سج چڙهي ته پن جي لڪ ۾ يا گاهه جي ٻوٽن ۾ محفوظ هنڌ تي ننڊ ڪندو آهي. اڪثر ڪري سڀ پکي هڪ پير تي ننڊ ڪندا آهن. ڏوريو آڏين ونجهرن ۽ ڍبن ۾ گهڻ ڦاسندو آهي. هي سهڻو پکيءَ ڪجهه سالن کان سنڌو درياهه ۾ گهٽ اچي ٿو



**ڏوسو/ ڏوسي**: 'ڏوس' لفظ جي معنيٰ ڪنجوسي آهي ۽ ڏوسو يا ڏوسي معنيٰ ڪنجوس آهي. جامع سنڌي لغات ۾ ڏوسو جي معنيٰ، ڪراڙو، جهونو ٻڍو، بخيل، ڪنجوس، وات ڪارو وغيره ڄاڻايل آهي. ان کي سنسڪرت ۾ دوشيه معنيٰ 'ڪپڙي وارو' به چئبو هو ان جي پراڪرت صورت دوسيئہ آهي. گجراتيءَ ۾ به دوشي ڪپڙي واري کي چئبو آهي. پراڻي دور ۾ سنڌ ۾ ان دوشيءَ کي 'بجا جي' چئبو هو جيڪي ڪپڙي جو بجڪو ٻڌي ڪلهي تي رکي، ڳوٺن جي گهٽين ۾ هوڪا ڏيئي، ڪپڙو وڪڻندا هئا، ڇو ته ان وقت ڪپڙي جا دڪان ڪو نه هوندا هئا. زالون ڪپڙو خريد ڪرڻ مهل اگهه جي لاهه پاهه تي ضد ڪنديون هيون، پر اهي اگهه گهٽ نه ڪندا هئا، ان ڪري هو ڪنجوس جي لفظ بجاءِ ڏوسو استعمال ڪنديون هيون. اهڙي نموني سان دوشي 'ڪپڙي وارو' لفظ ڏوسي، ڏوسو بڻيو جيڪو لفظ اصطلاح طور مروج ٿي ويو، جنهن جي معنيٰ 'خواهه مخواهه' ۽ 'ڪنجوس' آهي. گجراتيءَ ۾ ڏوسو يا ڏوسي، وڏيءَ عمر جي مرد/ عورت کي چئبو آهي. ٿر ۾ پوڙهي عورت کي 'ڏوسي' چوندا آهن.

**ڏوڦٽي** (ديهه): ضلعي سانگهڙ، تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

الهه بچايو رند، گل خاصخيلي، سيد جمال شاهه، جوڙيو خاصخيلي ۽ سيد نور شاهه.

**ڏوڪري** (ديهه): ضلعي لاڙڪاڻي، تعلقي ڏوڪريءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڏوڪري، بابل جروار، فقير محمد جوڻيجو، ظرف رانجهو سلطان سمو، بادل سمو، فيض محمد ڪوڪر، جمعو بروهي، دريا خان مگريو، نئون ڳوٺ ماڇي، دين محمد جوڻيجو، محرم چانڊيو، نئون ڳوٺ ويجهو بابل جروار، هوندل نوحاڻي ۽ محمد هاشم گاڏهي.

**ڏوڪڙ**: ٽامي جو هڪ پئسو پراڻي دؤر ۾ ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ ۾ ان جو گهڻو واهپو هو ان جو اڌ پئسو به ٿيندو هو جنهن کي 'آڌيلو' چئبو هو. هڪ ڏوڪڙ ۾ ٽي پايون هونديون هيون. جڏهن ته ڏوڪڙن جو استعمال وڏيءَ رقم لاءِ به ٿيندو هو.

**ڏوگر/ ڍوگر**: پنجاب ۽ ڪشمير ۾ هن ذات وارن کي 'ڍوگر' ۽ سنڌ ۾ 'ڏوگر' سڏيو وڃي ٿو. ڏوگر، گهڻي ڀاڱي مسلمان آهن. ڏوگر، چوهاڻ راجپوت ۽ پنهوار راجپوتن مان آهن. ڪي جٽ به سڏجن ٿا. پنجاب ۾ ڏوگرن جا خاص پاڙا، تگرا، ٽوپوارا، پڙجت، چوپورا، چوڪرا، چينا، ماهو ۽ مٽر آهن. ڍوگر، هندستان جي هماچل پرديش ۽ پنجاب ۾ به رهن ٿا. جن جو ذڪر پلوميءَ به ڪيو آهي، جيڪو سڪندراعظم سان 325 ق. م ۾ گڏجي آيو هو. هو ڄاڻائي ٿو ته هي بهادر ماڻهو شيوالڪ جبلن جي جابلو سلسلي ۾ رهن ٿا. امير خسرو هن قبيلي لاءِ لکيو آهي ته ڏوگر اصل ۾ راجستاني يا سنڌي لفظ ڏونگر مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ 'جبل' آهي. هي جابلو علائقي جا رهاڪو آهن. پاڪستان جي مشهور ۽ ناليواري ڪلاسيڪي ڳائڻي ملڪ پکراج ۽ اڳوڻو چيف جسٽس عبدالحميد ڏوگر به هن قبيلي سان واسطو رکن ٿا. سنڌ ۾ ڏوگر، نوابشاهه، خيرپور ميرس ۽ لاڙڪاڻي ضلعي ۾ رهن ٿا. ڪتاب 'تواريخ ڏيرا غازي خان' ۾ لکيل آهي ته 'ڏوگر' جٽ آهن، جن کي ڍوگر به چون ٿا. هنن جو وڏو ڄام ڏوگر هو جنهن جي نالي پٺيان هي 'ڏوگر' سڏجن ٿا.

**ڏوگر** (ديهه): تعلقي خيرپور ناٿن شاهه، ضلعي دادوءَ جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

مياڻي، ملا خميسو، جتڻ جو ڳوٺ، بهاول شاهه ڏوگر، ڪريم داد چانڊيو، محب علي چانڊيو، غلام محمد ڏوگر، ڪمال جو ڳوٺ، رحمت علي آرائين، نظام الدين آباد، حمزو ڪولاچي، خير محمد، وريل ڪولاچي، جهندو چانڊيو، سوڀو چانڊيو، مسل چانڊيو، گاهينو چانڊيو، خير محمد بالادي- پاريا، طالب پالي پوٽو، خان پيٽي، گهنور خان رند، غلام قادر لغاري ۽ بابو محسن.

**ڏوگر، عبدالحميد، جسٽس**: پاڪستان جي اڳوڻي چيف جسٽس عبدالحميد ڏوگر، خيرپور ضلعي جي ڳوٺ ڳاڙهي موريءَ ۾ 22 مارچ 1944ع تي جنم ورتو. هن 1966ع ڌاري سنڌ يونيورسٽيءَ مان بي. ايس. سي ڪئي ۽ پوءِ لاهور جي لا ڪاليج مان قانون جي ڊگري ورتي. شروعاتي 25 سال وڪيل طور پرڪٽس ڪرڻ کانپوءِ اپريل 1995ع ۾ سنڌ هاءِ ڪورٽ جو جج مقرر ٿيو. 1973ع کان 1974ع تائين خيرپور ضلعي بار ائسوسيئيشن جو جوائنٽ سيڪريٽري، ڪجهه سال خيرپور ضلعي بار ائسوسيئيشن جو صدر به رهيو. ان کانسواءِ 83-1980ع دوران سنڌ مدرسي بورڊ جو ميمبر؛ 85-1980ع تائين خيرپور ضلعي جي ريڊ ڪريسينٽ سوسائٽيءَ جو اعزازي سيڪريٽري؛ 90-1988ع دوران تعليمي بورڊ سکر جي بورڊ آف گورنرس جو ميمبر ۽ 1996ع کان 2000ع تائين شاهه عبداللطيف خيرپور يونيورسٽيءَ جي سنڊيڪيٽ جو ميمبر پڻ رهيو.



جسٽس عبدالحميد ڏوگر، 8 اپريل 2000ع تي سپريم ڪورٽ جو جج مقرر ٿيو. مارچ 2003ع کان نيشنل يونيورسٽي آف ماڊرن لئنگويجز اسلام آباد جي بورڊ آف گورنرجو ميمبر ۽ 2004ع ۾ سپريم ڪورٽ امپلائيز ڪوآپريٽو هائوسنگ سوسائٽي، اسلام آباد جو چيئرمين چونڊيو ويو. جولاءِ 2004ع کان ڪجهه عرصي جي لاءِ وقتي اليڪشن ڪمشنر به رهيو. پاڪستان جي اڳوڻي صدر جنرل پرويز مشرف جي ملڪ ۾ ايمرجنسي لاڳو ڪرڻ کانپوءِ عبدالحميد ڏوگر کي پي. سي. او تحت 3 نومبر 2007ع تي پاڪستان جي چيف جسٽس طور حلف کڻايو ويو. سندس ان قدم تي وڏي تنقيد ٿي. هن سان گڏ ڪيترن ججن حلف کڻڻ کان انڪار ڪيو. قانوندانن، سياسي ۽ سماجي حلقن هن جي هن قدم کي آئين جي خلاف ورزي ڪوٺيو. جسٽس عبدالحميد ڏوگر 21 مارچ 2009ع تي رٽائر ٿيو.

**ڏوگريون ڍنڍ**: هيءَ ڍنڍ ضلعي سانگهڙ جي تعلقي ناري ۾، نارا ڪئنال جي ساڄي ڪپ کان ڳوٺ بقار جي ڏکڻ اولهه طرف واقع آهي. هن ڍنڍ تي هي نالو راجڙ قبيلي جي ڏوگرا پاڙي جي ذات جي حوالي سان 'ڏوگريون' پيو. هي ڍنڍ سنڌ جي خوبصورت ڍنڍن ۾ شمار ٿئي ٿي. هن ڍنڍ جي وچ ۾ ٻيٽون به آهن. جن مان هڪ کي ننڍيون ڏوگريون ۽ ٻيءَ کي وڏيون ڏوگريون سڏيو ويندو آهي. موجوده وقت ۾ هن ڍنڍ جي وچ مان بختاور ڪئنال نڪرڻ ڪري هيءَ ڍنڍ پنهنجو وجود وڃائي چڪي آهي، پر اڳاٽي دور ۾ هيءَ ڍنڍ سياري ۾ مختلف قسمن جي پکين لهڻ ۽ شڪار ڪرڻ سبب مشهور هئي. هن ڍنڍ تي لاتعداد پکين جي اچڻ سبب سموري ڍنڍ جي مٿاڇري تي تمام گهڻي تعداد ۾ پکي نظر ايندا هئا.

**ڏوماٽي غارون**: هي قديم رهائشي غارون مڪلي قبرستان ۽ پير پٺي جي وچ ۾ ٺٽي سيمينٽ فيڪٽريءَ کان پنج ڪلوميٽراتراولهه ۾ آهن. هتي ڍاڪو کن غارون آهن. جن مان پنج ڇهه غارون ٺٽي سيمينٽ فيڪٽريءَ جي



سرگرمين سبب لڏجي ويون آهن. ٺڪرين جي موجودگي ٻڌائي ٿي ته هتي ماڻهو ضرور رهيا آهن. غارن جي ساخت ٻڌائي ٿي ته غارون انساني هٿن جون ٺهيل ۽ تهه خانن وانگر آهن. ڏوماٽي غارون ساڍن ٽن کان سٽن فٽن تائين ٿلهيون آهن. هي غارون خاص نوعيت جون آهن. جن ۾ سج جي اُس منجهند سڌي پوي ٿي، تنهنڪري غارون روشن رهن ٿيون. هن کي غفائي مندرن وارين غارن ۾ شمار ڪري سگهجي ٿو. جتي جوڳين، سنياسين ويهي جوڳ پچايو هوندو. پهرين غار جي ڏاڪڻ اڍائي فٽ ويڪري، ساڍا ست فٽ ڊگهي ۽ 9 فٽ اونهي آهي ۽ ان ۾ ڪل نَوَ ڏاڪا ٺهيل آهن. هر ڏاڪو ڇهه کان اٺ انچ ويڪرو ۽ اٺن کان ساڍا يارهن انچ اوچو آهي. هن غار جي منهن تي لٽ آهي، ڪوئائي ٽيل ڪا نه اٿس. ٻي نمبر غار پهرين غار کان 68 فوٽ ڏکڻ ۾ آهي. ان جي ڏاڪڻ پوڻا چار فٽ ويڪري، ساڍا ست فٽ ڊگهي ۽ ساڍا ٽي فٽ اونهي آهي. ان کي چار ڏاڪا آهن. ان غار جي صورتحال به پهرين غار جهڙي آهي، منهن تي لٽ اچڻ جي ڪري بند آهي. ڪوئائي ٽيل ڪا نه اٿس. ٽيون نمبر غار پهرين غار کان 65 فٽ اتر اولهه ۾ آهي. چوٿون نمبر غار پهرين نمبر غار کان 75 فٽ اولهه ۾ آهي. پنجون نمبر غار پهرين نمبر غار کان لڳ ڀڳ ٻه سئو فٽ اتر ۾ آهي، پوين ٽنهي غارون زبون حالت ۾ آهن.

**ڏومرا** (ذات): ڏومرا سما ۽ ملاح چيا وڃن ٿا. ڪتاب تواريخ ديره غازي خان جي صفحي 108 موجب ڏومرا مال چارڻ وارا جت آهن. جيڪي پنهنجي ڏاڏي ڏومره جي پٺيان ڏومرا سڏجن ٿا. حيدرآباد جي قاسم آباد ۾ نسيم نگر ويجهو ڏومرا ڳوٺ موجود آهي.

**ڏونئرا:** ڏونئرا سڄيءَ سنڌ ۾ ٿين ٿا. ڏونئر ٿر جي ڏڻ جو هڪ قسم آهي. ڏؤنرا، ڪرڙ جي وڻ ۾ ٿين ٿا. سنڌ جي ٻهراڙين ۾ ان جو ٻوڙ رڌي کاڌو وڃي ٿو. ڏونئرا پچڻ کان اڳ ذائقي ۾ ڪڙا ٿين ٿا. جڏهن ته پڪل ڏؤنرن جي مناڻ مان منو پت ٺاهي به کاڌو ويندو آهي. ڏؤنرن کي ڌوئي صاف ڪري، انهن جو ٻوڙ رڌبو آهي. ڏؤنرن جو آچار به مشهور آهي. ڏونئرن جو آچار ٺاهڻ لاءِ سنهڙن ۽ ڪچن ڏؤنرن کي ٽن يا چئن پاڻين ۾ ٽهڪائڻ کانپوءِ سُرڪي يا ليمي ۾ ملائي، انهن ۾ مصالحا ۽ تيل وجهي ڪنهن پلاسٽڪ جي برنيءَ يا وڏي برتن ۾ وجهي، ان جو منهن ٻڌي رکي ڇڏبو آهي. هفتي کن ۾ آچار تيار ٿي ويندو آهي. ڏؤنرن کي شاهه لطيف به پنهنجي شاعريءَ ۾ ڳايو آهي:

ڏونئرا، پُسي ڏيهه ۾، ساماڻو سائون. (سر مارئي)

**ڏونڪا:** هي سنڌ جو هڪ سادو ۽ قديم ساز آهي. ڏونڪا اصل ۾ ڪاٺ جون فوٽ سوا فٽ ڊگهيون گول سنهيون ڪاٺيون ٿين ٿا، جن جي هڪ سري تي پنج يا ست گهنگهرو ٻڌل ٿيندا آهن. شادي مراديءَ ۾ مرد مٽي تي پاٽيءَ



سان پريل دلو ڪٽي ۽ هٿن ۾ ڏونڪا (جن کي ڏاڪا به چون) جهلي نچندا آهن. ڏانڊيا يا ڏونڪا ناچ ۾ پنج ست عورتون يا مرد گول ٺاهي، پاسي واري ساٿيءَ جي ڏونڪن سان پنهنجا ڏونڪا ٽڪرائيندا آهن. دهلاري وچ تي بيهل هوندا آهن. هي ڏونڪن جو ناچ خاص طور اتر ٿر ۽ گجرات ۾ گهڻو ٿئي. ڏونڪا ٻهريائين آهستي پوءِ تيزلئي ۾ تيز تيز هڻندا آهن ته ڇڱو مزيدار ماحول ٿي پوندو آهي. ڏونڪن جو ناچ/ ڏانڊيا ناچ، سنڌ ۽ پاڪستان جي ڪن حصن ۾ عام آهي.

**ڏونڪن جو ناچ/ڏانڊيا ناچ:** هيءُ هڪ منفرد ناچ آهي، جيڪو عيدن، شادي مراديءَ يا خاص تهوار تي ڪيو ويندو آهي. هي ناچ ڏونڪن تي ڪيو



ويندو آهي ۽ گهڻو ڪري رات جي وقت رچايو ويندو آهي. هن ناچ کي ٿر ۾ 'ڏانڊيا ناچ' چوندا آهن. ناچ دوران ڇوڪريون يا ڇوڪرا حلقو ٻڌي گول ڦرندا آهن. هن ناچ مهل ويڪري ميدان تي وچ ميڙ ۾ مڱڻهار بيهي دهل وڄائيندو آهي ۽ نچڻ وارا هٿن ۾ ڏونڪا جهلي نچندا آهن. جن جي ٻنهي ڇيڙن ۾ پنج يا ست ننڍا گهنگهرو ٻڌل ٿيندا آهن. اهي گول دائرو ٺاهي نچندا آهن ۽ ڏونڪا هڻندا ويندا آهن. هن ناچ وقت دهلاري آهستي آهستي 'ڏانڊيا' وڄت ڪندو آهي، جنهن جا ٻول 'ڊينجان- ڊينجان- ڊينچڪ- ڊينچڪ- ڊين' هوندي آهي. ناچ ڪندڙ دهلاريءَ جي چوڌاري گهيرو ڪري پير سان پير ملائي هڪ ڪي ٻئي جي ڏنڊيءَ سان لڳ موجب هڻندا ۽ ڦرندا ايندا آهن. پوءِ جيئن وڄت جي لئي تيز ٿيندي ويندي، تيئن تڪڙا ڏونڪا وڄائيندا ۽ گڏ ڪافي به چوندا ويندا آهن. ڪافيءَ جي ٿلهه کي گهٽيون وراڻيون ڏيندا آهن. تڪ ڇئي مات ڪندا آهن. ڏانڊيو وڄندو ايندو آهي، پير پير سان ڪجندو ايندو آهي. تال وٺڻ تي سيئي جنهن جاءِ تي هوندا اتي ئي ويهي رهندا. ٻي تال تي ڏيڍي ڦيري ڏيندا ۽ ٽئين تال تي وري ويهي رهندا آهن. وراڻي تي وري اٿي بيهندا ۽ وري ناچ کي اڳتي وڌائيندا آهن. هي ناچ سنڌ ۾ هندو توڙي مسلمان، خوشين جي موقعي تي رچائين ٿا. هي ناچ خاص طور هندستان جي راجستان ۽ سنڌ جي اترواري پاڳي ۾ عام ٿيندو آهي.

هندستان ۾ گجراتي ڪميونٽي سال ۾ هڪ ڀيرو مذهبي ڏڻ 'نوراتڙيءَ' تي ڏانڊيا نرت ڪندي آهي. گجراتيءَ ۾ هن نرت کي 'گربا ڪيڏڻ' چيو ويندو آهي، جيڪو شام جو اٽڪل شام 5 بجي کان شروع ٿيندو آهي ۽ پرهه ڦٽيءَ تائين جاري رهندو آهي. هن تقريب ۾ سڄي رات ڳائڻ ۽ وڄائڻ سان گڏ 'گربو' ڪيڏيو آهي. ڳانن ڳائڻ لاءِ خاص ڳائڻن کي گهرايو ويندو آهي يا وري ڳانا ٽيپ رڪارڊر تي هلايا ويندا آهن. اتي جيڪي ڳانا ڳاتا ويندا آهن، سي خاص ڏانڊيا ناچ لاءِ ئي تيار ٿيل هوندا آهن. هن ڏڻ ملهائڻ لاءِ گجراتي پنهنجو مخصوص لباس اوڍيندا آهن. 'گربو' ڪيڏڻ لاءِ مرد، عورتون ۽ ٻار پنهنجن ڪپڙن مطابق رنگين ۽ چمڪدار پنين سان سجايل يا رنگ ڪيل ڏونڪا پنهنجي گهران کڻي ايندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن جتي تقريب رٿيل هوندي آهي، اتي ڏونڪن جو اڳ ئي خاص انتظام ٿيل هوندو آهي. 'نوراتري' تي هي ناچ ڀارت جي گجراتي ٽي. وي چينلن تان سڌو سنئون نشر ڪيو ويندو آهي.

**ڏونڪو متائڻ** (رسم): هر عيد تي مڱڻهار عيد جي نماز کانپوءِ دهل ۽ شرناءِ تي پهرين ماتمي ڌن، پوءِ سُرڪيڏاري تي ڪا ڌن وڄائيندا آهن، جنهن کي 'ڏونڪي متائڻ جي رسم' چيو ويندو آهي. هيءَ رسم سنڌ جي سمورين درگاهن تي رچائي ويندي آهي. سيوهڻ ۾ قلندر لعل شهباز جي درگاهه تي پراڻي علم هڻيان مڱڻهار گڏ ٿي هيءَ رسم ڪندا آهن. ذوالحج مهيني جي ويهين تاريخ واري رات جو قلندر جي درگاهه ۾ نوبت جو ڏونڪو بدلائي ماتمي سُرڪيڏاري جي ڌنن تي نغارن کي وڄايو ويندو آهي.

ماتم جي وڄت جي هڪ ڌن 'ڊانڊ' به آهي. جڏهن شهر مان تابوت يا گهوڙا نڪري پير پوٽن يا ڪربلا معليٰ (ثابت شاهه جي درگاهه) ڏانهن وڃندا آهن، تڏهن هي ڌن تيز تيز وڄائي ويندي آهي. هن ڌن ۾ هڪ عجيب قسم جو اثر موجود آهي ۽ ماتمي بيخود ٿي زور زور سان 'يا حسين' جي نعرن ۾ سينو پٽيندا آهن.

**ڏونگر سي ڏوريندين (ڪتاب):** هيءَ ڪتاب سنڌ جي نالي واري قومپرست رهنما سائين جي. ايم. سنڌس نياڻي ڊاڪٽر درشهوار سيد جي خطن تي مشتمل آهي، جن کي سيد ضياء شاهه ۽ منير شاهه سهيڙي ڪتابي صورت ۾ آندو آهي. ڊاڪٽر درشهوار جا هي سادا، ٺاهه ٺوهه کان آجا، بنهه گهريلو ۽ پنهنجائپ وارا خط پڙهڻ بعد جتي پختي عزم ۽ ارادي واري نياڻيءَ جي مستقل مزاجيءَ جي خبر پوي ٿي، اتي علم جي راهه ۾ رڪاوٽن جي ڄاڻ پڻ ملي ٿي ۽ خط پڙهڻ سان اسان جي ملڪ جي ادارن، استادن ۽ شاگردن جي ابتر حال جي پلي پٽ ڄاڻ ملي ٿي. هيءَ خطن جو ڪتاب ٻن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي.




پهرئين ڀاڱي ۾ جيجي ڊاڪٽر درشهوار سيد جا سائين جي. ايم. سيد ڏانهن لکيل خط ۽ ٻئي ڀاڱي ۾ سائين جي. ايم. سيد جا ڏانهس لکيل خط شامل ڪيا ويا آهن. هن ڪتاب جا ٻه اکر سيد ضياء شاهه ۽ مهاڳ محمد ابراهيم جويي لکيو آهي. هيءَ ڪتاب تاريخي حيثيت رکي ٿو. ڊيمي سائيز جي پڪي جلد وارو هيءَ ڪتاب 182 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي قيمت 100 رپيا آهي، جنهن کي جي. ايم. سيد فائونڊيشن ڪراچيءَ، 1998ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**ڏونگر سي مهراج:** ڏونگر سي مهراج، صوفي شاهه عنايت شهيد جي وڏن خليفن مان هڪ مشهور خليفو هو. ڊاڪٽر محمد علي مانجهي 'شاهه عنايت ۽ ان جي سلسلي جا شاعر' ڪتاب ۾ لکي ٿو ته: "هڪ هندو فقير ڏونگر سي مهراج پڻ شاهه عنايت جي وڏن خليفن مان هو. هي ٿرپارڪر جي طرف چڳو ساڌ سنگت وارو ساڌو ٿي گذريو آهي. صوفي شاهه عنايت شهيد جي صوفياڻي تحريڪ دوران نه رڳو ميرانپور، پر سڄيءَ سنڌ کان ڪيترائي انبوهه ماڻهو اچي گڏ ٿيا هئا. هڪ ڏينهن انبوهه ماڻهو اچي شاهه شهيد وٽ پهتا، پر شاهه شهيد جي طبيعت خراب هئي، انهيءَ ڪري شاهه شهيد پنهنجن وڏن خليفن مان هڪ خليفي فقير ڏونگر سي مهراج کي حڪم ڏنو ته آيل طالبن کي درس ڏئي فيضياب ڪيو وڃي. هن واقعي مان اهو ظاهر ٿئي ٿو ته شاهه شهيد وٽ مذهب جو ويڇو نه هو، اهوئي سبب آهي، جو طالبن کي هدايت جو هٿ ڏيڻ لاءِ هڪ هندو خليفي ڏونگر سي مهراج کي حڪم ڪيائين. ظاهر آهي ته طالبن ۾ مسلمان به ضرور هوندا. ميان نور محمد ڪلهوڙي جي خاص ملازم شاهو خان جي پٽ روحل فقير تي پڻ شاهه شهيد جي شهادت جي واقعي جو گهرو اثر هو، آخرڪار ڪلهوڙن جي ملازمت ڇڏي ميرانپور ۾ اچي جهوڪ جي درگاهه جي سجاده نشين صوفي عزت الله جي حلقي ۾ شامل ٿيو هڪ روايت مطابق فقير ڏونگر سي مهراج وٽان روحل فقير به فيض پرايو هو.

**ڏونگر نيٽ ڏرن (ڪتاب):** هي ڪتاب رنڌير سنگهه جي ڪتاب جي سنڌي ترجمي تي مشتمل آهي، جيڪو اديب ۽ ايڊووڪيٽ امان شيخ ترجمو ڪيو آهي. اصل ڪتاب جو مهاڳ هندستاني جي مشهور انقلابي اجئه ڪمار گهوش جو ڊسمبر 1945ع ۾ لکيل آهي. هن ننڍي ڪتابچي ۾، ننڍي ڪنڊ ۾ غدر پارٽيءَ جي انهن سورمن (15-1914ع) جو داستان آهي، جيڪي نه رڳو




قومي تاريخ جو حصو آهن. پر سندن منهن تي موت جي دهشت جا ڪڏهن به گهنج پئجي نه سگهيا. هيءَ ٽيهن سالن جي قرباني ۽ جدوجهد جو هڪ اڻ وسرندڙ باب آهي. قومون گاتا مارُو واقعي ۾ (15-1914ع ۾) ڪيترا ماڻهو ڦاهي چاڙهيا ويا هئا ۽ ڪيترا قتلام ڪيا ويا هئا. ان تاريخي باب جو ذڪر غدر پارٽيءَ جي باني بابا سوهن سنگهه ٻکنا جي ٻڌايل واقعن جي بنياد تي سنواري پيش ڪيو ويو آهي. هي انهن سادن سودن ابوجهه هارين ۽ پورهيتن جي جدوجهد جي ڪهاڻي آهي، جن هٿياربند انقلاب لاءِ ڪم ڪيو. اهو اهڙو وقت هو جڏهن ٻيا قومي اڳواڻ هوم رول کان اڳتي سوچي نه پئي سگهيا، تڏهن غدر هلچل وڏو ڪردار ادا ڪيو. هن جو بنياد هندستان ۾ نه، پر آمريڪا ۾ رکيو ويو هو. هن تحريڪ جا باني وچولي درجي جا نوجوان نه، پر اهي هاري ۽ پورهيت هئا، جن پرڏيهه وڃي رت ست جي ولوڙ مان پئسو ڪمايو. انهن پورهيتن ۾ وڏو حصو پنجابي سکن جو هو. پهرئين مهاڀاري لڙائيءَ کان پوءِ پارٽيءَ جي هاءِ ڪمانڊ جي حڪم تي هي انقلابي ننڍن جٿن جي صورت ۾ هندستان موٽڻ شروع ٿيا، جن جو تعداد 8000 جي لڳ ڀڳ هو. هنن مان ڪيترن انقلابين کي ڪاري پاڻيءَ جي سزا ملي، انهن ۾ 60 ورهين جي پوڙهن کان وٺي مڇين جي ريهه وارا ڇوڪرا به شامل هئا. انڊمان ٻيٽن ۾ مٿن سخت ظلم ڪيو ويو پر هو ڏاڍ ۽ لالچ جي دٻاءَ ۾ نه آيا. انهن پنجاب ۾ ڪميونسٽ تحريڪ ۽ هاري هلچل کي مضبوط بنائڻ ۾ وڏي هٿي ڏني. اهڙن انقلابين جي اڳواڻن ۾ شهيد ڪرتار سنگهه، سوهن سنگهه ٻکنا، بابا ڪيسر سنگهه، بابا اروڙ سنگهه، گرمک سنگهه، پرٿوي سنگهه ۽ ٻيا اچي وڃن ٿا، جن لاءِ اڄ به پنجاب جي ٻهراڙين ۾ حد درجي جي عزت ۽ پيار آهي. هي ڪرائون سائيز جي 81 صفحن جو ڪتابڙو، جون 1985ع ۾، سگنڌ پبليڪيشن، لاڙڪاڻي پاران ڇپجي پڌرو ٿيو ۽ ان جي قيمت 8 روپيا آهي.

**ڏونگري:** هي ڳوٺ تعلقي ننگرپارڪر جي ديهه ساڏورس ۾ ڪارونجهر جي هڪ ٽڪريءَ تي واقع آهي. پارڪريءَ ۾ جبل کي ڏونگر ۽ ٽڪريءَ کي ڏونگري چوڻ ڪري، هن ڳوٺ تي ڏونگري نالو پيو. اڳاٽي زماني ۾ ڏونگري هڪ وڏو شهر هو، جنهن جا نشان ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ڏونگريءَ جي پاسي ۾ موجود ٽڪريءَ ۾ قديم دور جو هڪ پوئنرو آهي، جيڪو هينئر ڊٺل حالت ۾ موجود آهي. هن ڳوٺ ۾ برهمڻ، ڪولهي، مينگهواڙ ذاتيون آباد آهن. هتي عبدالله شاهه جي درگاهه مشهور آهي. ڳوٺ ۾ ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جا پرائمري اسڪول آهن. 1971ع جي هند پاڪ جنگ دوران هن ڳوٺ جي مهراجن جي گهڻي آبادي هندستان لڏي وئي. پارڪر جي مشهور تعليمي شخصيت ناگجي مل مهراج جو تعلق به هن ڳوٺ سان آهي.

**ڏونگهي:** ڏونگهيءَ جو شمار بهترين خشڪ ميون ۾ ٿئي ٿو. ڏونگهيءَ کي انگريزيءَ ۾ Coconut چوندا آهن. ڏونگهي ناريل سُڪائي ٺاهي وڃي ٿي. ڏونگهيءَ جو استعمال گهڻو ڪري مٺن کاڌن رڌڻ ۾ ٿئي ٿو. ان ڪانسواءِ مٺاين ۾ به ڏونگهيءَ جو استعمال ٿيندو آهي. شادين جي موقعي



تي نڪاح وقت ڏونگهي، ڏاک، مصري، فوٽا، پتاشا وغيره ورهايا ويندا آهن. ان ڪانسواءِ محرم مهيني ۾ علم پاڪن تي به ماڻهو ڏونگهي رکندا آهن. باس يا سُکا پوري ٿيڻ تي ڏونگهي ڪٽي ويندڙ ورندڙ سال ٻيٽي ڏونگهي ڏئي ويندو آهي. ڏونگهيءَ جو بهترين خشڪ ميوي ۾ شمار ٿئي ٿو. ڏونگهي جسماني توڙي دماغي ڪمزوريءَ لاءِ به مفيد سمجهي ويندي آهي. ڏونگهي ڪيترين بيمارين ڪان به ڪارائيندا آهن، جن ۾ نڪسير (نڪ مان رت اچڻ) ۽ ٻيا مرض شامل آهن.

**ڏوهه**: ڏوهه هڪ اهڙو فعل آهي، جنهن سان سماج جي قانونن جي ڀڃڪڙي ٿئي ٿي ۽ سماج ۾ ڏڦيڙ پوي ٿو. جيڪو عمل انسانن توڙي حيوانن لاءِ هاڃيڪار هجي ۽ سماج کي نقصان رسائي، ان کي ’ڏوهه‘ چئي سگهجي ٿو. ڏوهن جي علم جي مشهور ماهر رُٿ ڪيون (Ruth Cavan) پنهنجي ڪتاب ’Criminology‘ ۾ ڏوهه جي تشريح هن ريت ڪئي آهي: ”ڏوهه معاشري جي معيارن تي پورو نه لهڻ وارو اهو ناپسنديده عمل آهي، جنهن سان سماج جو امن ۽ سلامتي متاثر ٿئي ٿي.“ پاڪستان پينل ڪوڊ (Pakistan Penal Code) جي روشنيءَ ۾ ڏوهه مذهبي اصولن کي نظر ۾ رکي ٺاهيل اخلاقي اصولن جي ڀڃڪڙيءَ جو نالو آهي، جيڪو ناقابل معافي آهي. ڏوهه هڪ اهڙو فعل آهي، جيڪو معاشري ۾ ڏڦيڙ پکيڙي ٿو. هر معاشري ۾ ڏوهه کي ناقابلِ معافي قرار ڏئي ٿو. سماجي رسمن ۽ رواجن جي قدرن ۽ معيارن کي آڏو رکي، ثقافت ۽ تهذيب جي روشنيءَ ۾ معاشرتي قانون ٺاهيا ويندا آهن، جن جو مقصد معاشري ۾ امن، سلامتي ۽ تحفظ جي فضا قائم ڪرڻ هوندو آهي. انهن قانونن جي ڀڃڪڙي ڪرڻ وارن لاءِ سزائون مقرر آهن ۽ انهن سزائن تي عمل جي باري ۾ به خاص قانون ٺاهيا ويندا آهن. اهڙا قانون گهڻو ڪري ڏوهن متعلق هوندا آهن. قتل، اغوا، چوري، ڦر ۽ ٻين ڏوهن ڪرڻ واري کي ’ڏوهاري‘ سڏبو آهي. هر سماج ۾ ڏوهه جي نوعيت هڪجهڙي نه هوندي آهي. ڪجهه عمل هڪ معاشري ۾ جرم ۽ ٻئي معاشري ۾ پسند ڪيا وڃن ٿا. مثال طور: اسان جي سماج ۾ زنا، شراب، حمل ڪيرائڻ قانوني ڏوهن ۾ شمار ٿين ٿا، پر مغربي سماج ۾ اهي ڏوهه نه ٿا سمجهيا وڃن. جپان ۾ حمل ڪيرائڻ قانوني طور تي جائز آهي. اسان جي سماج ۾ ڳئون کهڻ جائز آهي، پر هندو سماج ۾ اهو ڏوهه آهي. ڪجهه فعل اهڙا آهن، جيڪي هر سماج ۽ ملڪ ۾ ڏوهه سمجهيا ويندا آهن ۽ جن لاءِ قانون به هڪجهڙا آهن. قتل، چوري، غداري، خودڪشي، اغوا، ڦر وغيره کي هر سماج ۾ ڏوهه تصور ڪيو ويندو آهي. دنيا جي ڪيترن ملڪن وانگر اسان جي ملڪ ۾ به ڏوهن ۾ ڏينهون ڏينهن واڌارو ٿيندو پيو وڃي. ڏوهه هاڻي هڪ خطرناڪ صورت اختيار ڪري چڪو آهي، جنهن سبب عوام پاڻ کي گهرن اندر به غير محفوظ سمجهڻ لڳو آهي. ڏوهن ۾ تيزيءَ سان واڌ اچڻ سان گڏوگڏ ڏوهن ۾ روز بروز نوان طريقا استعمال ڪيا وڃن ٿا.

جيتوڻيڪ امن جو مسئلو پوري دنيا لاءِ مٿي جو سور بڻجي چڪو آهي، پر امن سمجهيا ويندڙ ملڪ به هاڻ ڏوهن کان خالي ناهن رهيا. آمريڪا ۾ 11 سيپٽمبر واري واقعي پوري دنيا کي ڏوڏي ڇڏيو آهي، جنهن ڪانپوءِ دنيا جي ٻين ملڪن ۾ به آهستي آهستي ڏوهن ۾ واڌ ايندي وڃي. معصوم ٻارن جي اغوا ۽ سندن بيدرديءَ سان قتل جهڙين وارداتن ته ماڻهن مان ماڻهپو ئي ختم ڪري ڇڏيو آهي. ان کان سواءِ قتل، اغوا، چوري، اسمگلنگ، لڄالٽ جا وڌندڙ واقعا دل ڏڪوئيندڙ آهن. وڌندڙ ڏوهن جي رجحان تي جيڪڏهن غور ڪيو وڃي ته انهيءَ جا ڪيترائي سبب سامهون ايندا:

**ڏوهن جا قسم**: فرد مختلف قسمن جي ڪرت ڪن ٿا، اها ڪرت کين ورثي ۾ ملي ٿي يا ٻين کي ڏسي کنهن ڪرت ڪرڻ جو شوق پيدا ٿئي ٿو يا ماحولياتي مجبورين ڪري، ان ڪرت ۾ ڪاهي پون ٿا. ان قسم جا لاڙا هر فرد ۾ پنهنجي ذاتي تخليقي اولڙي، گهريلو اٿبٺت، سماجي ۽ اقتصادي سرشتي جي بدنظميءَ يا کنهن ڪرت جي لذت يا خوف سبب ٿين ٿا، مطلب ته فردن جا لاڙا ٻين فردن جي محرڪات ۽ عملن جي اثر هيٺ اچن ٿا ۽ تبديل ٿين ٿا.

**سفيد پوش ڏوهاري (White Coller Crime)**: سفيد پوشيءَ وارن ڏوهن ۾ سماج جا معزز ۽ وڏا ماڻهو ملوث ٿين ٿا، جيڪي ٽئڪس جي ادائگيءَ کان بچڻ، قيمتن ۾ چاڙهه ڪرڻ، خرد برد، ٺڳيءَ ، دوکي بازيءَ، صارفين يا شين جي کپائيندڙن لاءِ هٽرادو ڪوٽ، بليڪ مارڪيٽنگ ۽ ملاوت وغيره رستي دولت حاصل ڪن ٿا.

**منظم ڏوهه (Organized Crime)**: جوابازي، قرض تي وياج خوري، منشيات جي ڪاروبار، رشوت خوري، عصمت فروشي وغيره جا عمل منظم ڏوهن ۾ شمار ٿين ٿا. آمريڪا ۾ جوابازي ذريعي جهجهو پئسو حاصل ڪيو وڃي ٿو. هيءُ ڌنڌو غير قانوني طور هلي رهيو آهي. جوابازيءَ جو ٻيو نفعي بخش طريقو گهوڙن جي شرط (Horse Race) آهي. اڄڪلهه هن ڌنڌي جون شاخون راندين جهڙوڪ: باڪسنگ، ريسلنگ، ڪرڪيٽ، هاڪي، فوٽ بال وغيره جي روپ ۾ پئسا ڪمائي رهيون آهن. جيئن اسان جي سماج ۾ ڪُڪڙن، رڇ ڪتي، ملهه وڙهڻ تي شرطون رکيون وينديون آهن.

**گهرن ۽ گهٽين ۾ ٿيندڙ ڏوهه (Street Crime)**: هنن ڏوهن ۾ ڦر ۽ ڌاڙي ۽ چوريءَ ذريعي ڏوهاري ماڻهو پئسو هٿ ڪندا آهن.

**عادي ڏوهاري**: هن قسم جا ڏوهاري ٻين قسمن جي ڏوهارين کان مختلف هوندا آهن. هنن جو ذهن تيار هوندو آهي ۽ ترغيب هيٺ اچي ڏوهه ڪندا آهن. هن قسم جا ڏوهاري گهڻو ڪري خانداني ڏوهاري ٿيندا آهن. هنن کي ڏوهن کان سواءِ لطف نه ايندو آهي. هو سزائن جي باوجود ڏوهه ڪندا آهن. عادي ڏوهاري سڏبا آهن. ڏوهن ۾ واڌ جو هڪ سبب بک، بيروزگاري ۽ مهانگائي به آهي. روز بروز وڌندڙ مهانگائيءَ کي منهن نه ڏئي سگهندڙ يا ته موت جي منهن ۾ هليا وڃن ٿا يا وري ڏوهن کي پنهنجو پيشو بڻائي

بيت گذر ڪن ٿا. ڪيترا وري وڏيرن يا اثر رسوخ ماڻهن جي آزار سبب ڏوهاري بڻجن ٿا. جيئن سنڌ جو بدنام ڌاڙيل پرو چانديي ترجي وڏيري جي آزار سبب روپوشي اختيار ڪئي هئي ۽ پوءِ ياءُ ۽ علي گوهر ڏيپرائي سميت ڌاڙيل بڻجي ڦهري ڪارروايون تي مجبور ٿيو.

سماجيات جي ماهرن وٽ ڏوهن کي مدنظر رکي پنهنجي راءِ جو اظهار ڪيو آهي ته: "جيئن قانون کان متيراٽپ وٽندي، تيئن ڏوهن ۾ به واڌ ٿيندي. عام ماڻهوءَ کان ويندي سرڪاري عملدار (جن مٿان امن ۽ تحفظ جي ذميواري هجي ٿي) ڏوهه ڪندي ڏٺا وڃن ٿا. جيئن جيلن جو اصلاح گهرهڻڻ کان وڌيڪ اذيت گهرهڻڻ وارو لقاءُ رياستي ادارن پاران عدالتن کان مٿانهان قتل جهڙوڪ: اڄڪلهه سنڌ ۽ بلوچستان جي قومپرستن کي ڪنهي ڪٽي وڃڻ، ٽارچر ڏيڻ، مختلف اذيتون ۽ صعوبتون ڏئي چيچلائي مارڻ، خود ڏوهه ۾ شمار ٿئي ٿو. شهيد يوسف جکراڻي، سميع الله ڪلهوڙي، سرائي قربان کهاوڙ، روپلي چوليائي، نورالله تنيي، سڪندر سومري، مظفر ڀُٽي سميت بلوچستان جي قومپرستن جو قتل رياستي ڏوهن ۾ شمار ٿئي ٿو. حڪومت جي سنجيدگيءَ سبب ئي هن قسم جي ڏوهن تي ضابطو ممڪن آهي.

**ڏوهٽ:** ٿر ۾ رهندڙ ٺڪرن، راجپوتن ۽ پنجاب کان آيل سرائين جي هڪ ذات. هي سمات ۽ غير سمات سڏجن ٿا. ڪتابن ۾ ڄاڻايل آهي ته پڌ بن سام بن نوح کي سورهن پٽ هئا، جن مان هڪڙي پٽ جو نالو ڏوهٽ هو. ڏوهٽ ان جو اولاد آهي، جن کي راٺوڙ به چون ٿا. اهي ٿرجي ڪيترن ڳوٺن ۾ آباد آهن. سندن گذران ٻني ٻاري ۽ مال پالڻ تي آهي. لاڙڪاڻي جا ڏهوٽ به ممڪن آهي منجهانئن هجن.

**ڏوهن جا ڏونگر ۽ بخشش جي برسات (ڪتاب):** هي ڪتاب عربي ٻوليءَ جي مشهور عالم ۽ مديني شريف جي رهواسي ابو طلحه محمد يونس جو توبه ۽ استغفار جي موضوع تي تحرير ڪيل ڪتاب 'جبال الذنوب وسيل الغفران' جو سنڌي ترجمو آهي، جيڪو سليم الله سومري ڪيو آهي. گناهن ۽ توبه جي موضوع تي هي ڪتاب تمام ڪارائتو ۽ دل تي اثر ڪندڙ نصيحتن تي مشتمل آهي، جيڪي قرآن، حديث ۽ الله جي نيڪ ٻانهن جي حڪايتن ۽ قصن مان ورتل آهن. ان کان علاوه هن ڪتاب ۾ قرآن پاڪ جي انهن آيتن جو ذڪر پڻ ڪيو ويو آهي، جيڪي توبه ۽ استغفار جي فضيلتن ۽ خدا جي رحمت جي ڪشادگيءَ جو ڏس ڏين ٿيون. هي ڪتاب ڇئن ٻابن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ تقريباً 120 مختصر موضوع، قصا ۽ اسلامي واقعا شامل آهن.




سنڌي ٻوليءَ ۾ هي ترجمو آسان، عام فهم ۽ اختصار تي ٻڌل آهي. ڪن جڳهين تي ٻوليءَ جي تقاضائن موجب ڪجهه محاورن جو اضافو به ٿيل آهي. ڪتاب جو پيش لفظ 'چڱا اکر' جي عنوان سان مترجم جي والد محمد قاسم ولد محمد ادريس سومري جو لکيل آهي. ان کان سواءِ سنڌيڪار پاران ڪتاب جي مواد تي روشني وڌي وئي آهي. ڪتاب جي ابتدا ۾ اصل عربي ڪتاب جبال الذنوب وسيل الغفران جي مصنف پاران لکيل تاليف جو پڻ سنڌي ترجمو ڏنو ويو آهي. هن ڪتاب جا ٽي ڇاپا روشني پبليڪيشن، ڪنڊياري پاران 2000ع، 2001ع ۽ 2004ع ۾ ڇپجي پڌرا ٿي چڪا آهن. رنگين ٽائيٽل سان ڊيمي سائيز جي پڪي جلد واري هن ڪتاب ۾ 200 صفحا آهن. جڏهن ته ان جي قيمت ڄاڻايل نه آهي.

**ڏوئيرو** (Eurasian Spoonbill/ *Platalea leucorodia*): 90 سينٽي ميٽر جسامت جي هن پکيءَ جا نر ماد هڪجهڙا ٿين ٿا ۽ بنيادي طرح هي لاڏائو پکي آهي. يعني هڪ جاءِ کان ٻي جاءِ تي سفر ڪندڙ آهي. بگهه جهڙي



بيهڪ اٿس. سڄو جسم اڇو، چهنب ۽ ٽنگون ڊگهيون ۽ ڪاريون ٿينديون اٿس. چپٽري ۽ ڊگهي چهنب جي نوڪ چمچي جهڙي هئڻ ڪري اهو نالو مليو اٿس. ڳچيءَ وٽ اگهاڙي کل ۽ ڪنڌ کان ڪنين جي لڙڪيل چوٽي ٿئيس ٿي. ٽانگهو پاڻي هوريان هوريان جهاڳيندو آهي. اڪثر ساحلي ڪنڌين، ڍنڍن، ڊهڻين ۽ سيلابي پاڻيءَ تي ننڍين ٽولين سان ڏسبو آهي. ڏوئيرو پنهنجي چهنب ٿوري کليل رکندو آهي ۽ شڪار کي ان ۾ پڪڙي ونندو آهي. سندس شڪار ۾ مڇيون، ننڍڙا آبي جانور ۽ جيت شامل آهن. هوريان اڏامندو آهي. اڏامڻ مهل ڳچي ۽ پير اڳتي ۽ پوئتي پکڙيل هوندا اٿس. هن پکيءَ جو آکيرو ڪنهن وڻ تي تيلن، ڪانڊرين ۽ گاهه جي وڏي ڍڳ تي مشتمل هوندو آهي. هي پکي ذري گهٽ سڄي يورپ ۽ ايشيا ۾ ملي ٿو.

**ڏهر:** ٻن پٽن جي وچ واري حصي/ ايراضيءَ کي ڏهر چئبو آهي. جنهن ۾ برسات پوڻ جي ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ پوکائي ڪري سگهجي ٿو. ڏهر ٻن پٽن جي وچ ۾ زمين جو اهڙو ٽڪرو آهي، جنهن ۾ آباديءَ جي صلاحيت هجي.

ٿر واريا سو علائقو آهي، جتي واريءَ جون ڀٽون به آهن ته ڪٿي ڪٿي ٻن پٽن جي وچ ۾ سنئين زمين به آهي. جيڪا ڪٿي نرم ته ڪٿي ڪٿي سخت آهي. ڪٿي ڳچ حصو آباديءَ لائق هوندو آهي، جيڪو 'ڏهر' هوندو آهي. ڏهر ۾ چراگاهه ۽ آباديءَ لاءِ ٻنيون هونديون آهن. اهڙا ڏهر ننڍا وڏا ڪيترائي آهن، خاص ڪري ڪنڀي ۽ ڊاٽ ۾ گهٽا ۽ وڏا ڏهر آهن. جن جو مختصر احوال هن ريت آهي:

**ڏاڪي ڏهر:** ڏاڪي معنيٰ وڏو يعني وڏو ڏهر هن نالي سان ٿر ۾ ٽي ڏهر آهن: (1) ڳوٺ ڪيتار جي ڏکڻ اولهه ۽ مٺاڻڙ جي اتر طرف، (2) سلهه ڳوٺ جي اولهه طرف ۽ اڪليون ڳوٺ جي اوپر طرف، (3) چارنور ڳوٺ جي اولهه پاسي.

**ڇڇي جو ڏهر:** هي ڏهر تاجي جي تڙ جي اولهه طرف، قابل شاهه جي اپرندي طرف، ڪونهور ٽيبا ۽ سنگراسين جي ڳوٺ جي وچ ۾ آهي.

**وڇيري جو ڏهر:** هي ڏهر مصري شاهه جي اولهه طرف، جانب علي شاهه کان اپرندي ۽ پکل ڳوٺ کان ڏکڻ طرف آهي.

**هيڪل ڪوري ڏهر:** ڏارينڌڙي کان اولهه طرف، مينگهي جي تڙ کان اوپر ۽ رڙلي ڳوٺ جي ڏکڻ- اوپر ۾ آهي.

**ميٺڇو ڏهر:** هي ڏهر ڏانڌوءِ جي تڙ جي اولهه، وڪڙئي ڳوٺ جي ڏکڻ ۽ جهرڪلي پٽ کان اوپر طرف آهي.

**ڏيوڪاري ڏهر:** هي ڏهر چار نور جي ڏکڻ ۽ ٻڍي جي تڙ جي اوپر طرف آهي.

**لاٻي جو ڏهر:** هي ڏهر ڳوٺ چار نور جي اتر اوپر طرف آهي.

**ٻي جو ڏهر:** هي ڏهر گوارڙي ڳوٺ جي اولهه ۽ مصري شاهه جي اتر طرف آهي.

**ڏسارٿو ڏهر:** هي ڏهر ڳوٺ ٻاسر جي ڏکڻ ۽ ڪڏيءِ جي اتر طرف آهي.

**پوسرڪي جو ڏهر:** هي ڏهر ڳوٺ پوسرڪي ۽ ڳوٺ روهيڙي جي وچ ۾ آهي.

**ويءِ جو ڏهر:** هي ڏهر ڪانڪ هٽي جي اولهه، راجوڙي جي اوپر ۽ ڪرنهور جي اتر طرف آهي.

**پکوٺي جو ڏهر:** هي ڏهر ڳوٺ پکوٺي ۽ عالم سر جي وچ ۾ آهي.

**ٽانپي جو ڏهر:** هي ڏهر منانڙ جي اولهه ۽ سويي جي تڙ جي اوپر طرف آهي.

**ڇهو ڏهر:** ڇاچري جي اوپر طرف ۽ پريمي جي ويريءِ پرسان آهي.

**ڪهڪهوڙ ڏهر:** هي ڏهر هريار جي اتر طرف ۽ آسار جي ڏکڻ طرف آهي.

**ٽاسر جو ڏهر:** هي ڏهر ٽاسر ڳوٺ جي پرسان آهي.

**سينهار وڪيا جو ڏهر:** هي ڏهر ڳوٺ سينهار وڪيا، تعلقي مٺيءَ ۾ آهي.

**سجائيءَ جو ڏهر:** هي ڏهر ڏيپلي تعلقي ۾ سجائي ڳوٺ وٽ آهي.

**ڳانگاڻ جو ڏهر:** هي ڏهر مينهي جي تڙ جي اوپر طرف ۽ صالح جي تڙ جي اتر طرف آهي.

**روهج جو ڏهر:** هي ڏهر ڳوٺ روهج تعلقي ننگر پارڪر جي پرسان آهي.

**ڪٺوچر جو ڏهر:** هي ڏهر وڪڙئي ڳوٺ کان ڏکڻ، ڪارو وليءَ کان الهندي، جيئندي جي تڙ کان اوڀر، دوبهار ۽ حجامن جي تڙ جي ڏکڻ- الهندي ۾ مشهور ڏهر آهي.

**ميهوئر جو ڏهر:** هي ڏهر مينگهي جي تڙ کان اپرندي، پيلوءَ جي تڙ کان اتر ۽ روهج جي ڏکڻ ۾ آهي.

**نمن وارو ڏهر:** هر ڏهر پوجاپي کان اوڀر، روهج کان الهندي ۽ تڳوسر کان ڏکڻ طرف آهي.

**ڏانڏو ڏهر:** هي ڏهر جيئندي جي تڙ کان اوڀر، وڪڙئي کان، حجامن جي تڙ کان اتر طرف آهي.

مٿينءَ ڏهر ڪانسواءِ ڪيرلي جو ڏهر، موڏو دڙو ڏهر، ماڪنيو ڏهر، بسيائو ڏهر، جيسار جو ڏهر، روهلي ڏهر وغيره شامل آهن.

**ڏهر (ذات):** ڏهر، چچ برهمڻ جي پٽ ڏاهر جي اولاد مان آهن. سنڌ فتح ٿيڻ کانپوءِ هنن اسلام قبوليو هو. جنهنڪري ڏهر سڏجڻ لڳا. ان وقت کين روهڙيءَ وارو علائقو ڏنو ويو، جتي هنن اوباوڙي پرڳڻي جو بنياد وجهي پنهنجي حڪومت قائم ڪئي ۽ 'ڏهر' ذات پنيان 'ڏهرڪي' شهر جو بنياد وڌو. 'جنت السنڌ' ۾ مولائي شيدائي لکي ٿو تہ: "سنڌ جي هندو قومن (ذاتين) مان ڏهر مهر ۽ ڏاريجا ذات وارا بهاؤالدين ذڪريا ملتانيءَ جي خليفي موسيٰ نواب جي هٿ تي بيعت ڪري مسلمان ٿيا." تاريخ تحفة الڪرام ۾ ڏهر ڪي ابڙي جو پٽ ۽ راءِ ڏڻ جو ڏهٽو ڪري لکيو ويو آهي. ڏهر ذات جي هنن شاخن جو تعلق سما قبيلي سان بہ ڏيکاريو ويندو آهي.

راجا ڏاهر پنهنجي دؤر حڪومت ۾ روهڙي ٻوبڙي ۾ بہ حڪومت ڪئي هئي. جنهن ڪي ڏهرڪي بہ سڏيو وڃي ٿو. ان ۾ اوباوڙو ۽ ديهہ رونٽي شامل هئا. جڏهن برطانيہ سنڌ کي فتح ڪيو ان وقت بہ تعلقي اوباوڙي جو اڳواڻ (چڱو مڙس) پنيو/ پميو خان ڏهر هو. هو آزاد پسند شخصيت جو مالڪ هو جنهن پنهنجي ڌيءَ جي شاديءَ ۾ لکين روپيا خرچ ڪري ڇڏيا. هن واقعي جي پس منظر ۾ چار پميي جي آڳاٽي ناليءَ نندڙو ڪتاب لکيو ويو هو. بعد ۾ ڏهر قبيلي جو اڳواڻ (چڱو مڙس) فتح محمد الياس پميو خان بڻيو. ڏهر قبيلي سان تعلق رکندڙ ماڻهو اڪثر زراعت جي ڌنڌي سان لاڳاپيل آهن. پر جيڪي ڏهر گهوٽڪي ضلعي جي تعلقي اوباوڙي ۽ جيسلمير جي صحرائي علائقن ۾ رهن ٿا، اهي چوپايو مال ڌاريندا آهن. ڏهر قبيلي جا ڪجهہ اهم پاڙا هن ريت آهن: برهماڻي، باديپوٽا، پٽي، دوداڻي، گنديائي/جنگاڻي، جماڻي، ڪانجا/ ڪنجا، ڪاپڙي، خنديال، محمداڻي، راجڙي، شمشاڻي، سراجا، ڳوٽريل، متاري.

ايس. ايم. چنا پنهنجي مشهور ڪتاب Indian Tribes & Castes جي جلد پنجين ۾ هن ذات بابت لکيو آهي تہ هي اصل ۾ جت آهن. جن کي بهاولپور ۽ ملتان ۾ وڏي اهميت مليل آهي. هي اصل ۾ گهوٽڪيءَ لڳ ميرپور ماٿيلي جي راجا راوڻ جا پونير آهن. جيڪو سيد جلال سرخ بخاريءَ جي هٿ تي بيعت ڪري مسلمان ٿيو ۽ هن پنهنجو نالو اميرالدهر يعني زماني جو بادشاهہ رکيو. هن ذات جي ڪنهن زماني ۾ سنڌ تي بادشاهي هئي، جنهن کي لانگاهن اچي ختم ڪيو ۽ مغل دؤر ۾ هن ذات وارا رڳو زميندار وڃي رهيا. پر جلد ئي جڏهن دائودپوٽا اُسريا تہ انهن جو سات ڏنائون. هي اُچ جي گيلاني سيدن جا مريد آهن. هن ذات مان جام مهتاب ڏهر اڄڪلهہ سياست ۾ مشهور آهي، جڏهن تہ پنهل ڏهر مشهور اديب ۽ محقق طور سڃاتو وڃي ٿو.

**ڏهر (سُر):** شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي رسالي جو هڪ سُر، جنهن ۾ پنج داستان شامل آهن. ذات الاهيءَ جي ذڪر ۽ بزرگن، اوليائن جي ثنا واري موضوع کي آڳاٽي وقت کان وٺي صوفين ۽ درويشن جي سماع وارين محفلين ۾ سر ڏهر ۾ آلاپيو ويو آهي. سُر ڏهر ۾ شامل داستان هيٺ ڏجن ٿا:

**داستان پهريون:** هن داستان ۾ ويهہ بيت ۽ هڪ وائي شامل آهي. هن سُر جي پهرين داستان جو موضوع ئي ساري جهان جي خالق ۽ پالڻهار جي صفت ۽ ساراهہ، سندس مهر ۽ ٻاجهہ لاءِ دعا آهي. انهيءَ ڪري هنن بيتن کي فقيرن ذڪر طور 'سر ڏهر' ۾ آلاپيو. ان سان گڏ هن زمين تي انسان جي عارضي زندگيءَ جي حوالي سان انسان کي ترغيب تہ هيءَ حياتي هڪ عارضي منزل ۽ مانجهاندي جو ماڳ آهي. ننڊ ۽ غفلت بدران بيداري ۽ سجاڳيءَ واري حالت ۾ هجڻ ضروري آهي.

**داستان ٻيو:** هن داستان ۾ پندرنهن بيت ۽ هڪ وائي شامل آهي. هن داستان ۾ جسوڌڻ آڳري جي دور ۾ پٽيهل درياهہ ۽ پاڻيءَ جي موج سبب ملڪ ۾ آبادي ۽ ماڻهن جي خوشحاليءَ، ان بعد وري پٽيهل ۾ پاڻيءَ جي گهٽجڻ ۽

سڪڻ، ماڻهن جي لڏڻ ۽ ملڪ جي ڦرڻ جو موضوع شامل آهي.

**داستان ٽيون:** هن داستان ۾ 31 بيت ۽ هڪ وائي شامل آهي. هن داستان ۾ وقت جي وڏي بهادر ۽ اڙدي سردار لاکي ڦلاڻيءَ جي ڳڻن ڳالهين، بهادري، وڏن ماڻهن. راڄين ۽ راڄن جي ڏٽين سان ويڙهه جا احوال هن داستان جو مکيه موضوع آهي. اوڏن جو پرجهلو ٿيو، هرمتئي اوڏ جي ڏيءَ سان پرڻيو ۽ اوڏن جي لڄ رکيائين. اوڏن کي اجهو ۽ اوٽ ڏنائين. سندس ڏاڍ مڙسي اها هئي تہ وڏن ماڻهن جا مال هٿي غريبن کي ڏيندو هو. ريهارين ۽ ڄاڙيچن جا وڳ ڪاهيائين. پر اهي جيڪي ملڪ جي حاڪم راءِ کنگهار جي پناهہ هيٺ هئا، تن جون بہ لوڙيون هنيائين.

**داستان چوٿون:** هن داستان ۾ اوڻيهہ بيت شامل آهن. هن داستان ۾ سنگهارن ۽ مالدان جو ذڪر آهي. هي داستان سنگهارن يعني مالدارن جي وڏي چاهہ سان مال ڌارڻ ۽ چارڻ، پاڻ ۾ گڏ رهڻ ۽ سندن صلح سانت ۽ اطمينان واري سماجي زندگيءَ جو آئينو آهي. هن داستان ۾ مالدارن کي صلاح ڏنل آهي تہ، جيڪڏهن هو چاهين ٿا تہ سندن مينهون وس چرن تہ سنگهارن سان گڏ رهن تہ جيئن ڪوچور چڪار سندن مال ڪاهي نہ وڃي ۽ ڪنهن وڏي هاڃي کان بچي سگهن.

**داستان پنجون:** هن داستان ۾ 24 بيت ۽ هڪ وائي شامل آهي. هن داستان ۾ ڪونجن جي اعليٰ وصفن جا احوال ڏنل آهي. داستان جو مرڪزي موضوع ڪونجن تي کهل ڪرڻ ۽ کين نہ مارڻ جي ترغيب آهي. ڪونجن جي فطري ۽ اعليٰ ڪردار جون وصفون بيان ڪيون ويون آهن. جيڪي قوت ۽ چوٽي خاطر پرديس ۾ ايندڙيون آهن، ۽ وطن کي ياد ڪري واپس ورنديون آهن. وڳر ۾ هلنديون آهن ۽ منجهانئن ڪا ڪونج پوئتي رهجي ويندي آهي تہ ان کي سنڀاري ساڻ ڪنديون آهن. سُرڏهر مان ڪونجن بابت هڪ بيت هيٺ ڏجي ٿو:

وڳر ويا وهي، ڪالهہ تنهنجا ڪونجڙي،
ڪنديءَ ڪوڏ رهي، سَرِ ۾ سپيرين ري!

**ڏهر (شاعريءَ جي صنف):** هي شاعريءَ جي هڪ صنف آهي. ڏاهر لفظ ڏهر جو مخفف آهي. ڏهر اصل ۾ لفظ 'ڏاهر' مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: ڏس، پتو پرولي سڌ ۽ اطلاع وغيره. هي سنڌي شاعريءَ ۽ لوڪ ادب ۾ هڪ نظر انداز ڪيل صنف آهي، جنهن ۾ رب جي ساراهہ، نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي مدح ۽ حضرت غوث الحق مخدوم نوح سرور جو شان ۽ ساراهہ بيان ڪئي ويندي آهي. هي سنڌي شاعريءَ جي هڪ عروضي صنف آهي، جيڪا مخدوم نوح سرور جي سروري جماعت ۽ درگاهہ جي صوفين راڳين وٽ اڃا تائين ڳائي وڃي ٿي. ڏهر جي هڪ خاص ڍار ٿيندي آهي. هي اصل ۾ اوائلي سنڌي دوهي يا بيت جو هڪ قديم نمونو آهي، جنهن ۾ سليس، مٺي ۽ نصيحت واري ٻولي استعمال ٿيل هوندي آهي.

**ڏهراڄ:** ڏهراڄ، سماٽي جت ۽ سهتا آهن. ڪن جو چوڻ آهي تہ ڏهراڄ بہ راجا ڏاهر جي اولاد مان آهن ۽ هنن سنڌ تي حڪومت ڪئي آهي نواب شاهہ، نوشهري فيروز ۽ لاڙڪاڻي ۾ ڏهراڄ رهن ٿا. چڪوال جا ڏهراڄ پاڻ کي راجپوت چوائين ٿا. ڏهراڄ، مهر ڏهر ۽ منهاس، راجپوتن کي پائر ڪوٺين ٿا.

**ڏهراڄ، حاجي غلام نبي:** حاجي غلام نبي ڏهراڄ، 1886ع ڌاري ضلعي نوابشاهہ جي ڳوٺ محبت ديري جتوئيءَ ۾ ڄائو هي سنڌ جي ممتاز ۽ سرگرم سياسي ۽ سماجي اڳواڻن مان هڪ رهيو آهي. هن ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪئي. هي ننڍي هوندي کان ئي ذهين ۽ هوشيار هوندو هو سياسي تاريخ جي مطالعي سان کيس وڏو لڳاءُ هو. جڏهن تحريڪ آزاديءَ جي سلسلي ۾ قائداعظم محمد علي جناح، غلام نبي ڏهراڄ سان مليو تہ کيس پنهنجي ساٿين ۽ آزادي جي پروانن ۾ شامل ڪيائين. هي اڳوڻي ضلعي ڪائونسل نوابشاهہ جو ميمبر پڻ چونڊيو ويو هو مسلم ليگ ۾ شروع کان وٺي حصو ورتائين. آزاديءَ واري تحريڪ ۾ ڀرپور نموني حصو وٺي مختلف علائقن ۾ وڃي جوشيليون تقريرون ڪري عوام کي هڪ پليٽفارم تي گڏ ڪندو هو ان سلسلي ۾ هن جون ملاقاتون برصغير جي ڪيترن ممتاز ۽ اهم سياسي اڳواڻن سان ٿيون. ورهاڱي ڪانپوءِ سنڌ جي سياسي افق تي سندس ستارو بلند رهيو ضلع ڪائونسل نوابشاهہ مان ڪائونسلريءَ جي سيٽ تي ڪاميابي حاصل ڪيائين. ان ڪانپوءِ 1951ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو 1956ع ۾ مٿس قاتلاڻو حملو ٿيو پر اُن ۾ بچي ويو هن 9 فيبروري 1970ع تي وفات ڪئي. رئيس عبدالغفار ڏهراڄ سندس فرزند آهي، جيڪو محبت ديري جو چڱو مڙس ۽ سماجي ورڪر آهي.

**ڏهراڄ، محمد عبدالعزيز:** پروفيسر حڪيم محمد عبدالعزيز ولد حڪيم عبدالحق ڏهراڄ، 1948ع ڌاري ڳوٺ ڪريم ڏني ڏهراڄ، ضلعي نوشهري فيروز ۾ ڄائو پرائمري تعليم ڳوٺ موريا جي پرائمري اسڪول،



مئٽرڪ نارو شاهہ جي ڊي. سي. هاءِ اسڪول مان پاس ڪيائين. ان بعد انٽر ڪيائين. 1968ع ۾ مليريا اِريڊيڪيشن حيدرآباد ڊويزن ۾ 'مليريا انسپيڪٽر' مقرر ٿيو. 1970ع کان 1975ع ڌاري هن فارما ڪاليج، پيٿالاجي ۽ ريڊيوگرافيءَ جا ڪورس پاس ڪيا. 1975ع ۾ اعظم طبيہ ڪاليج، حيدرآباد مان باقاعدي چار سال طب جو نصاب مڪمل ڪري، بورڊ آف يوناني اينڊ آيرويدڪ سسٽم آف ميڊيسن لاهور مان امتحان پاس ڪري سند حاصل ڪيائين. 2002ع ۾ مهراڻ هوميو پيٿڪ ڪاليج حيدرآباد مان چار سالہ هوميوپيٿڪ ڪورس مڪمل ڪيائين. سروس جي لحاظ کان سنڌ امپلائيز سوشل سيڪيورٽي انسٽيٽيوٽ ۽ ٻين مختلف ادارن ۾ فرائض سرانجام ڏيندو رهيو آهي. طب جي عملي خدمتن ڪري مختلف عهدن تي فائز رهيو آهي، جن ۾ ڊسٽرڪٽ طبيب نوابشاهہ، اعزازي وائيس پرنسپال مهراڻ طبيہ ڪاليج مورو وغيره شامل آهن. مهراڻ طبي انجمن موري جو صدر، تحريڪ اطباء ضلعي نوابشاهہ جو صدر ۽ مرڪزي نائب صدر، پاڪستان طبي ڪانفرنس جي مرڪزي مجلس عمل جو صدر، ضلعي ڪائونسل نوابشاهہ جي پيرا ميڊيڪل اسٽاف جو چيئرمئن، اتحاد المسلمين جو پريس سيڪريٽري، حبيب ٽيڪنڪ ڪاليج نوابشاهہ جي صلاحڪار بورڊ جو ميمبر، ينگ ڏهراڄ ايجوڪيشن ويلفيئر سوسائٽيءَ جو جنرل سيڪريٽري ۽ ٻين ادارن جو ميمبر رهي چڪو آهي. کيس ڪيترا اوارڊ ۽ تعريفي سندون بہ مليون آهن. سندس طبي تجربن تي مشتمل ڪتاب 'بياض عزيزي' ڇپائيءَ هيٺ آهي.

**ڏهر جاگير** (ديھ): تعلقي لکي، ضلعي شڪارپور جي هڪ ديھ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڏهر، سيوهاڻي، موليڏنو، رسول بخش مهر، ڏهراڻي، مغل ڏهراڻي ۽ انڌلاڻي.

**ڏهرسينہ**: راءِ ساهسيءَ جي مرڻ کانپوءِ سيلائچ جي پٽ چچ، راڻي سوڀنهن ديويءَ سان شادي ڪئي، جنهن مان چچ کي ٻہ پٽ هرهڪ ڏهرسينہ ۽ ڏاهر ۽ هڪ ڌيءَ مايين جو اولاد هو. 'فتحنامہ سنڌ عرف چچ نامہ' ۾ ڏهرسينہ بابت ڄاڻايل آهي تہ چچ کي ٻہ پٽ ۽ هڪ ڌيءَ هئي. وڏو پٽ ڏهرسينہ ۽ ننڍو پٽ ڏاهر هو. چچ جي مرڻ کانپوءِ تخت تي چچ جو ڀاءُ چندر ويٺو جيڪو ست سال حڪومت ڪرڻ کانپوءِ مري ويو. چندر جي مرڻ کانپوءِ ملڪ ٻن حصن ۾ ورهائجي ويو. اروڙ جي تخت تي راجا ڏاهر ويٺو ۽ برهمڻ آباد جي تخت تي چندر جو پٽ ديوراج ويٺو، پر ديوراج حڪومتي ڪاروبار هلائي نہ سگهيو، جنهنڪري حڪومت ڏهرسينہ کي ڏني وئي. ڏهرسينہ حاڪم ٿيندي ئي ملڪي ڪاروبار سهڻي نموني هلايو. سندس ڀيڻ مايين بہ هن سان حڪومتي ڪم ڪار ۾ گڏ رهي.

**ڏهرڪي** (شهر): هن شهر جو باني ڏهر جام ابوالخير (اول) چيو وڃي ٿو جنهن جي نسبت سان هي شهر پهرين خيرپور سڏيو ويو. جڏهن انگريز سرڪار هتان ريل جو رستو گذاريو تہ هن شهر کي اهم ريلوي اسٽيشن جو درجو ڏنو ويو ۽ شهر جو نالو 'خيرپور ڏهرڪي' رکيو ويو، اهو نالو ريلوي ٽڪيٽ تي بہ درج هوندو هو، پر ڪثرت استعمال سان اڳتي هلي 'ڏهرڪي' مشهور ٿي ويو.

هي علائقو اورنگزيب جي زماني ۾ ڏهرن کي جاگير ۾ مليو هو. ميرن جي دور ۾ بہ هيءَ جاگير قائم رهي. انگريز حڪومت بہ ڏهرن کي خراج (ڍل) جو ڏهون حصو ڏيندي رهي. 1958ع ۾ فيلڊ مارشل ايوب خان (صدر) جڏهن جاگيرون ختم ڪيون تہ هيءَ جاگير بہ ختم ٿي وئي. آمدرفت جي سهوليتن جي ڪري شهر ترقي ڪندو ويو. 1968ع ۾ هتي اينگرو يوريا جو ڪارخانو قائم ٿيو تہ ملڪ جي زراعت ترقي ڪئي، ائين خوشحاليءَ وڌڻ سان شهر بہ خوشحال ٿيندو ويو. هن شهر کي 'ٽائون' جو درجو 1 مارچ 1960ع تي مليو. 17 اپريل 1993ع ۾ جڏهن گهوٽڪيءَ کي ضلعي جو درجو ڏنو ويو تہ ڏهرڪيءَ کي ضلعي گهوٽڪيءَ جو تعلقو بڻايو ويو. تعلقي جي ڪري هتي سرڪاري آفيسون قائم ٿيون. تعليمي ضرورتن جي پورائي لاءِ سرڪاري توڙي خانگي اسڪول قائم ٿيا. اهڙيءَ ريت گرلز ۽ بوائز هاءِ اسڪول قائم ٿيا. 1995ع ۾ گرلز ڪاليج بہ قائم ڪيو ويو. هتي پاڪستان کان اڳ جو پرائمري اسڪول ۽ پوسٽ آفيس موجود آهي. گئس فيلڊ ۽ ڏهرڪي فرٽيلائيزر جي قيام کان پوءِ ڏهرڪيءَ اڃا بہ وڌيڪ ترقي ڪئي آهي. ڏهرڪي شهر ۾ سرڪاري اسپتال، مدرسہ حنفيہ رضويہ صديقيہ فيض العلوم ۽ مدرسہ بحرالهديٰ (لغاري محلو) بہ قائم آهن.

(حوالو: سکر: تاريخ تمدن (اردو)، ڊاڪٽر عبدالوحيد انڙ).

**ڏهرڪي** (ذات): تعلقي اٻاوڙي، ضلعي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديھ. جنهن ۾ بخشڻ پٽي ۽ جندو پٽو نالي سان ڳوٺ آباد آهن.

**ڏهر ناهيا** (ذات): هي سنڌ ۽ ڪڇ جي سمن مان هڪ سماٽ ذات آهي. ڪتاب سماٽ جي مصنف صفحي 51 تي 'ڦل ناهيا' ۽ 'ڏهر ناهيا' کي ابڙي جو اولاد لکيو آهي، ايس صادق عليءَ بہ ڪين ابڙن مان ڄاڻايو آهي.

**ڏهروڙو**-II: تعلقي ڪپري، ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديھ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حاجي محمد اسلم، حاجي ولي محمد راڄڙ پٽن جو ڳوٺ ۽ خيرالدين خاصخيلي.

**ڏهس (شاعريءَ جي صنف)**: لوڪ ادب جي صنفن ۾ 'ڏهس' کي وڏي اهميت حاصل آهي. ڏهس، ڏهہ + س جو ميل آهي. 'س' نسبتي علامت آهي، يعني ڏهن لفظن واري صنف. اها صنف، جنهن ۾ هڪ اسم جا مختلف ٻولين مان ڏهہ هم معنيٰ لفظ آندل هجن. مختلف ٻولين جا ڏهہ نالا، جن سان محبوب جي ڪنهن نہ ڪنهن خوبيءَ يا وصف کي پيٽي سگهجي. مثلاً: محبوب جي خاص خوبي يا وصف سندس وارن، پرون، اکين، ڳلن، ڏندن، چپن، ڳچي، چيلھ وغيره ۾ سمايل رهي ٿي، جنهنڪري انهن وصفن لاءِ شاعرن تشبيهي لفظ ڳوليا آهن.

جهڙوڪ:

**وار**: نانگ، رات، پونر، ڪڪر وغيرہ

**اک**: هرڻ، ڪٽوري،

**چهرو**: چنڊ، سج، ڪنول، سون، مشعل وغيره

**نڪ**: طوطو انب جي ڦار وغيره

**ڏند**: موتي، ڏاڙهونءَ جي ڪڻ

**چپ**: مينهن وساڙو، لالي، لعل، مرجان، گلاب جو گل وغيره

**ڳچي**: ڪونج،

**چيلھ**: شينهن، چيتو

**رفتار**: هاٿي، هنج، مور، ڊيل وغيره

**گفتار**: ڪوئل

**رات جا ڏهہ نالا**: تڳي، تمياري، تامني، تامت مهل رين رجني، رات، ليل ۽ پهپ اتس.

**شينهن جا ڏهہ نالا**: گج، گنير، ڪنجال، فيل، وسو، ماتنگ، ناگ، مينڌل، وارڻ ۽ ڳونٿو

**نانگ جا ڏهہ نالا**: اليهر، تليهر، بشيهر، راجل، ڦڻ، ارگ، سپسپهر، وشيهر، واسينگ ۽ پيئڙ.

محبوب جي حسن کي بيان ڪندي شاعر جدا جدا ٻولين جي لفظن جي استعمال سان بيتن جو سينگار ڪن ٿا. ڏهس نامن ۾ سينگار جا بيت بہ شامل آهن. انهيءَ ڪري شاعر نانگ، رات، پونر، ڪڪر، هرڻ، چنڊ، سج، ڪنول وغيره اسمن لاءِ ٻين ٻولين مان، هم معنيٰ لفظ ڳولي، ڏهس ۾ ڏاهپ ڏيکاريندا آهن. ڏهس لاءِ اهو شرط اولين آهي تہ آيل لفظ محبوب جي خوبين يا وصفن جي نمايان ترجماني ڪن. ڏهس جي بيت ۾ ڏهہ مختلف لفظ، ڏهن مختلف ٻولين: هندي، سرائيڪي، پالي، فارسي، عربي، پراڪرت، بروهڪي، سنڌي، سنسڪرت ۽ بلوچيءَ مان آندل هوندا آهن. دراصل ڏهس جي بنيادي معنيٰ بہ اها ئي آهي تہ: ڏهہ لفظ ڏهن مختلف ٻولين مان آندل هجن، پر شاعرن عموماً ڏهن کان گهٽ ٻوليون بہ استعمال ڪيون آهن. هڪ ڏهس لاءِ ڪيترين مختلف پڙهٽيون موجود آهن. ڏهس ۾ آيل لفظ، عربي، فارسي، سنڌي، سرائڪي، پراڪرت، سنسڪرت، بلوچڪي، بروهڪي، ڍاٽڪي، لاسي ٿري ۽ سنڌ جي چوڌاري موجود محاورن تائين محدود آهن.

دادن فقير جا ڪجهه بند ڏهس جا مثال طور ڏجن ٿا:

لڳائي دل مان وينو آهيان نوخيز دلبر سان،
بلا سان، باهه سان، شعلي سان، قاتل سان، ستمگر سان.

-

سندس جي حسنِ تابان کي ڏيان تشبيهه مان ڪهڙي،
ثريا سان، قمر سان، شمس سان، شيشي سان، اختر سان.

-

رهائي آسرن ۾ ويو هليو دلدار دادن کي،
محبت سان، ناز سان ۽ ڍنگ سان، ڍر سان.

**ڏهس نامون** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب لوڪ ادب جي ڄاڻو عالم ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي جو لکيل آهي، جيڪو 1969ع ۾ اسلم سنديلي، قادريه پريس لاڙڪاڻي مان ڇپرائي پڌرو ڪيو. هن ڪتاب ۾ لوڪ ادب جي اهم صنف 'ڏهس' تي بحث ۽ ان جا مثال شامل ڪيل آهن. ڪتاب جو مهاڳ الهه بخش اين ٽنيي لکيو آهي، جڏهن ته ٻه اکر ڪتاب جي ليکڪ ڊاڪٽر سنديلي لکيا آهن. پڪي جلد ۽ ڊيمي سائيز ۾ ڇپيل هن ڪتاب ۾ 70 صفحا آهن. جنهن جي قيمت اڍائي روپيا آهي.

**ڏهوڪو**: هيءُ لوڪ گيت جو هڪ قسم آهي. هيءُ گيت ٿرپارڪر واري پاسي جو گيت آهي، جو اڪثر ڀنين ۾ ڪم ڪندي يا اٺن تي سواري ڪندي ڳايو ويندو آهي. 'ڏهوڪو' جي لفظي معنيٰ آهي 'سڏ ڪرڻ، هوڪو ڏيڻ'. موضوع جي لحاظ کان هيءُ محبت ۽ مجاز جو گيت آهي، جنهن ۾ عورت جي زباني پنهنجي مڙس جي انتظار جو بيان آهي. ڏهوڪو ڀريائين ڪنهن عورت پنهنجي مڙس جي ياد ۾ چيو، جو پوءِ لوڪ گيت جي حيثيت سان مشهور ٿيو. هن گيت ۾ عورت پنهنجي پرديس ويل مڙس کي ياد ڪري چوي ٿي ته: اتر جو واءُ وريو آهي، هاڻي سگهو اچ ۽ وري مڙس کي مخاطب ٿي چئي ٿي ته: عمر ڪوٽ وڃين ته منهنجي لاءِ چُني آڻج، روهڙيءَ مان ڌهري آڻج. پر جي ولايت وڃين ته اتان گلاس آڻج. هيءُ گيت ٿري محاوري ۾ چيل آهي. سُرَ سان چوڻ وقت، مصرعن جي اڳيان ۽ پٺيان وراڻيءَ طور 'ڏهوڪي ماري ڏو' جا لفظ چوندا آهن. هن گيت جا ٻول هن طرح آهن:

جي ٿي پاجان، ڪُر ٿي لاجان،
ڏهوڪي ماري ڏوا!
نگر جائي، گگر لائي،
ڏهوڪي ماري ڏوا!
ولايت جائي، گلاس لائي،
ڏهوڪي ماري ڏوا!
سکر جائي، وکر لائي،
ڏهوڪي ماري ڏوا!
روهڙي جائي، دوهري لائي،
ڏهوڪي ماري ڏوا!
ڪانتيي جائي، ساٽين لائي،
ڏهوڪي ماري ڏوا!
امراڻي جائي، چُنڙي لائي،
ڏهوڪي ماري ڏوا!
ٻپان پڪي، لُلر پڪو،
ڏهوڪي ماري ڏوا!
سينگر پڪا، پيلو پڪا،
ڏهوڪي ماري ڏوا!
واهوندو وائي، جاني تون آئي،
ڏهوڪي ماري ڏوا!
اُتريو وائي، اُرهيڪو آئي،
ڏهوڪي ماري ڏوا!

**ڏهيسر**: تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دؤر ۾ غلام رسول مهر ڄاڻائي ٿو ته: ڏهيسر ڪانجيءَ جي واليءَ جو سپهه سالار هو. هي وڏو بهادر ۽ تيرانداز هو. پر نادر شاهه ڪانجيءَ جي مغروريءَ جي ڪري مٿس ڪاوڙيل هو. جنهنڪري نور محمد کي ڪانجيءَ جو قلعو فتح ڪرڻ جو حڪم ڏنائين. ان ڪانپوءِ جڏهن تاجن منڊري پڄي وڃي ڪانجيءَ جي قلعي ۾ پناهه ورتي، تڏهن ميان نور محمد خان ڪلهوڙي ڪانجيءَ جي قلعي کي فتح ڪرڻ جو ارادو ڪيو ته ٻهرين پنهنجو ايلچي مير شاهو بلوچ موڪلي، ڪانجيءَ کي چورايائين ته تاجن منڊري کي پناهه نه ڏي، پر هن اهو پيغام ٺڪرائي ڇڏيو. ڏهيسر پنهنجي واليءَ کي چيو ته اسين قلعي ۾ محفوظ آهيون، پر جي جنگ لڳي تڏهن به اسين بهادر ۽ جنگجو ويڙهاڪ آهيون. ميان نور محمد جو اسان سان ڪهڙو مقابلو! نادر شاهه افشار طرفان ٻيو دفعو حڪم آيو ته ڪانجيءَ جو قلعو جلد فتح ڪيو وڃي. اهو حڪم ٻڌي ميان نور محمد، ڪانجيءَ جي قلعي تي چڙهائي ڪئي، جنهن ۾ ساڻس گڏ پٽ ميان احمد يار خان، فضل خان، عارف خان، مير متارو، تاج محمد، ٻائي خان، شيخ محمد، شاهه بهارو، مراد ڪليري، مير چاڪر بلوچ، بختيار ڪهاوڙ، مسوسانيهه، شير بخش، دريا خان ابڙو، شيخ شڪرالله، روحل ڪوسو، بلاول ۽ قتوهل هئا. ڪلهوڙن جي لشڪر ويندي شرط قلعي کي گهيرو ڪري ورتو هڪ پاسي کان سرنگهه ڪري ان ۾ بارود ڀريو ويو ۽ پوءِ انهيءَ بارود کي باهه لڳائي وئي، اها سرنگهه جڏهن ڦاٽي، تڏهن اهڙو ته زوردار ڌماڪو ٿيو جو قلعي جي پٽ اڏامي وئي ۽ ڪانجيءَ جي لشڪر کي گهڻو نقصان پهتو. اهو لقاءُ ڏسي ڏهيسر لشڪر سميت ٻاهر نڪري آيو ۽ اچي ڪلهوڙن جي فوج سان وڙهڻ لڳو. گهمسان جي جنگ ۾ جڏهن ڏهيسر ۽ سندس پاءُ قتل ٿي ويا، تڏهن ڪانجي قلعي جي والي، ڪلهوڙن جي سپهه سالار شاهه بهاري کي درخواست ڪئي ته جيتري به رقم ڪپئي سا وٺ ۽ مون کي ڪچ ڏانهن نڪري وڃڻ ڏي. سندس اها درخواست منظور نه ٿي، پر آخر شاهه بهاري جي سفارش تي ڪانجيءَ جي واليءَ جي جان بخشي ٿي، پر کيس قيد ڪيو ويو. هي واقعو 1158هه/1745ع ۾ پيش آيو.

**ڏئيل ڏو:** هيءُ هڪ لوڪ گيت آهي. هيءُ دراصل محبت ۽ مجاز جو گيت آهي، جيڪو ميرپور ماٿيلي طرف رائج آهي. هن گيت بابت روايت آهي ته: ”مدن مهر“ ٽر جو رهاڪو هو، جنهن کي ڪنهن سبب ڪري قيد ڪري ’گابر‘ جي جيل ۾ رکيو ويو، جنهن بعد ’حمل‘ نالي هڪ عورت، جنهن جو ساڻس پيار هو، تنهن ’مدن‘ جي جدائيءَ ۾ هيءُ گيت چيو.

هن گيت جي سٽاءَ ۾ هڪ ننڍي مصرع چئي، ان جي آخر ۾ وراڻيءَ طور لفظ ’ڏئيل ڏو‘ چيو ويجي ٿو. ائين لڳي ٿو ته اهي لفظ فقط ڳائڻ ۾ لئي پيدا ڪرڻ خاطر پراءِ طور ڪم آندا ويا، پر بعد ۾ هيءُ گيت انهن لفظن سان مشهور ٿيو. هن گيت جو هڪ نمونو پيش ڪجي ٿو:

او مهر ’مدن‘ ڪي ڏئيل ڏو!
او ڪرڙ ڪڪوريا- ڏئيل ڏو!
او پَپوَن پڪيون ٿي- ڏئيل ڏو!
او منڙو ماندو ٿي- ڏئيل ڏو!
او ساهه سڪي ٿو- ڏئيل ڏو!
او الله ٻه آٽيئي- ڏئيل ڏو!
او ور تون وطن تي- ڏئيل ڏو!
او موٽ پرديسي- ڏئيل ڏو!
او منڙو مونجهو ٿي- ڏئيل ڏو!
او پور پون تا- ڏئيل ڏو!
او ’حمل‘ هيڪلي- ڏئيل ڏو!

**ڏيارام گدو مل:** سنڌ- هند جو مشهور سماجي خدمتگار ۽ قانوندان، ڏيارام گدو مل، 30 جون 1857ع تي منشي گدو مل جي گهر ۾ حيدرآباد سنڌ ۾ ڄائو، جيڪو پاڻ به وڏو سخي مرد هو. سندس ڏاڏو منشي ميگهراج، چانڊڪا پرڳڻي ۾ ڪلهوڙن جي جرنيل شاهه بهاري جو منشي هو. شاهه بهاري سان ويجهڙائپ جي ڪري هنن جو خاندان شاهاڻي سڏجڻ لڳو.



ڏيارام تعليم جا شروعاتي سبق آخوند نور محمد جي مڪتب مان ورتا. هو ڏهن سالن جي عمر ۾ ئي فارسي سکي چڪو هو. ابتدائي تعليم سنڌ مان وٺڻ بعد هن بمبئيءَ مان مئٽرڪ، بي. اي ۽ ايل. ايل. بي جا امتحان امتيازي نمبرن سان پاس ڪيا. اليفسنٽن ڪاليج ۾ پڙهڻ دؤران استاد ۽ شاگرد سندس قابليت سبب کيس گهڻو چاهيندا هئا. گريجوئيشن بعد هي پهرين سيڪنڊ ڪلارڪ طور نوڪريءَ ۾ گهڙيو بعد ۾ هندستان جي سمال ڪورٽس جو جج مقرر ٿيو. ان کان اڳ هو صدر ڪورٽ ڪراچيءَ ۾ رجسٽرار ۽ بمبئي سول سروس جو ميمبر به رهيو. 1911ع ۾ کيس ڊسٽرڪٽ سيشن جج طور ترقي ملي، ان بعد کيس بمبئي هاءِ ڪورٽ جي بئنچ ۾ شموليت جي آڇ به ٿي، پر هن قبول نه ڪئي. پنهنجي وقت جو قابل ۽ اڻ ڏريو منصف، سماجي خدمتگار ۽ مثالي انسان ثابت ٿيو.

ڏيارام گدو مل کي تعليم جي ابتريءَ جي ڳڻتي رهندي هئي ۽ ان ڪوشش ۾ رهندو هو ته تعليم جي ميدان ۾ سنڌي اڳيرا رهن. ان ڏس ۾ هن 1884ع ڌاري ’سنڌ ٽائيمس‘ نالي اخبار جاري ڪئي، جنهن ۾ تعليمي ترقيءَ توڙي سماجي سڌارن بابت لکندو رهيو. ديوان ڏيارام 1885ع ۾ سنڌ آرٽس ڪاليج جي قيام لاءِ بمبئي، مدراس ۽ بنگال پريزيڊنسين ۾ ”ڪاليجي تعليم ۽ ان جا اثر ۽ سنڌ ۾ آرٽس ڪاليج قائم ڪرڻ لاءِ گذارش“ جي سري هيٺ هڪ يادداشتنامو لکي ’هارٽ ڊيوز‘ ڏانهن موڪليو. هن يادگار خط/ڪتابڙي ۾ هن مثالن سان ان وقت جي تعليمي ۽ سماجي صورتحال کي بيان ڪيو ۽ ڪاليجي تعليم جي اهميت بيان ڪندي، سنڌ ۾ آرٽس ڪاليج جي منصوبي جهڙي تجويز ڏني. انهيءَ چوپڙيءَ جو متن/سنڌي ترجمي سان سنڌي ٻولي اٿارٽيءَ جي تحقيقي جرنل ”سنڌي ٻولي“ ۾ به شايع ٿي چڪو آهي. سنڌ ۾ نياڻين جي تعليم جي سلسلي ۾ ديوان نولراءِ ۽ ديوان سهجرام سان گڏجي ڇوڪرين جا ڇهه اسڪول مختلف علائقن ۾ کولرايا ۽ غريب هنرمندن لاءِ ووڪيشنل سينٽر قائم ڪرايا.

ديوان ڏيارام پگهار جو گهڻو حصو فلاحي ڪمن ۾ خرچ ڪندو هو. هن پنهنجي پاءُ ’ديوان ميٺا رام‘ جي نالي ٽرسٽ قائم ڪيو، جنهن هيٺ شاگردن کي اسڪالرشپون، يونيفارم ۽ درسگاهن کي امداد ڏني ويندي هئي. گرلس اسڪول؛ ساڌو آشرم حيدرآباد؛ ڪراچي سينٽرل لائبريري؛ گشتي هوميوپيٿڪ اسپتال؛ ڌرمپور جي ٽي. بي سينيٽوريم، امرتسر ۾ شانتي آشرم ۽ ڪن ٻين هنڌن تي يتيم خانا به قائم ڪيائين. ڪراچيءَ ۾ قائم ڊي. جي. سنڌ ڪاليج سندس ئي خدمتن جو ثمر آهي.

ڏيارام گدومل، غريبن جي مدد ۽ بچت جو شعور پيدا ڪرڻ لاءِ ’غريبڙي بئنڪ‘ قائم ڪئي. شادي ۽ مانيءَ جي خرچن لاءِ پراويڊنٽ ۽ فوتگي فنڊ قائم ڪيائين. هن پليگ جي مريضن جي خدمت لاءِ ٽي مهينا موڪل ڪئي ۽ چار ڊاڪٽر ۽ 16 نرسون پنهنجي خرچ سان ڀرتي ڪري، انهيءَ موذي مرض جي خاتمي لاءِ وڏو ڪم ڪيائين.

هڪ جج طور ڏيارام گدو مل جي هاڪ پري تائين هئي، پر ٽي ڪيس گهڻو مشهور ٿيا:

هڪ ڪيس شڪارپور جي هندو سيٺ ميولداس جو هو، جنهن هڪ عورت سان ڏاڍائي ڪئي هئي. ڏيارام وٽ ڪيس آيو ته مقامي هندن جو خيال هو ته هندو ڪميونٽيءَ جي لڄ رکندي جج صاحب سندن حق ۾ فيصلو ڏيندو. پر ڏيارام ان سيٺ کي ست سال سخت پورهئي سان ٽيپ جو حڪم ڏنو.

ٻيو ڪيس ’حضور درويش‘ جو هو، جنهن تي قتل جو الزام هو. هن عدالت ۾ بيان ڏنو ته ”رات جو مون کي خواب ۾ آيو ته انهيءَ شخص کي قتل ڪريان!“ ان تي حيرت جو اظهار ڪندي ڏيارام ريمارڪس ۾ لکيو ته ”سنڌ ۾ ايترا ته درويش آهن، جو هر ڪنهن کي جيڪڏهن ائين قتل جي اجازت ڏجي ته هتي آدم نالي ڪا شيءَ نه بچندي“! ۽ پوءِ حضور درويش کي عمر قيد جي سزا ٻڌائي وئي.

ٽيون غير معمولي ڪيس سڄي هندستان ۾ مشهور ٿيو، اهو احمدآباد (گجرات) ۾ مسجد جي پلاٽ جو هو. جڏهن ڏيارام اتي ڊسٽرڪٽ جج مقرر ٿي آيو ته لاڳيتو ٻارهن ڏينهن انهيءَ ڪيس جي ٻڌڻي ڪري فيصلو مسجد جي حق ۾ ڏئي زمين واپس ڏيڻ لاءِ حڪم ڏنائين. انهيءَ فيصلي

کي ڏگهي عرصي تائين يادگار رکڻ لاءِ هن ڪاغذ بجاءِ هڪ ڪپڙي تي اهو فيصلو لکي ڏنو. هندوستان جو وائسراءِ لارڊ ڪرزن، جڏهن ڏيارام سان مليو ته کيس مبارڪ ڏيندي چيائين "فاضل ججا اسان کي اوهان جي لياقتن جي خبر آهي، جنهن ڪري اسان وٽ اوهان لاءِ احترام آهي."

ديوان ڏيارام کي مختلف ٻولين تي دسترس حاصل هئي. فارسي، انگريزي ۽ سنڌي ته ننڍي عمر ۾ ئي درسگاهن ۾ پڙهيو. پر سنسڪرت ان ڪري سکيو ته جيئن گيتا کي اصل ٻوليءَ ۾ پڙهي ۽ سمجهي سگهي، پوءِ هن شريمد ڀڳوت گيتا کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو. عربيءَ جي به چڱي ڄاڻ حاصل ڪيائين. چيو وڃي ٿو ته قرآن پاڪ بغير ترجمي پڙهندو ۽ سمجهي ويندو هو ۽ بائيبل پڙهڻ لاءِ عبراني ٻولي سکيو. کيس گجراتي ۽ آرميني به ايندي هئي.

جڏهن 1885ع کان 1886ع دوران اسسٽنٽ ڪليڪٽر جي عهدي تي مقرر ٿيو ته ان وقت جي ڪمشنر کيس سنڌ جي جاگيردارن جو رڪارڊ ٺاهڻ جو ڪم سونپيو، جنهن کي سرانجام ڏيندي هن سموري روينيو سسٽم جو مطالعو ڪري هڪ ڀرپور ڪتاب 'History of Land Alienation in Sindh' لکيو.

ڏيارام گدومل بهترين ليکڪ طور به پاڻ مڃايو، هن 1881ع ڌاري ٽي مهينا موڪل وٺي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ گهمي ڏٺي ۽ پوءِ شاهه لطيف، قلندر شهباز ۽ اڏيري لعل تي ڪتاب لکيائين، جيڪو انهن ٽنهي هستين بابت ابتدائي معلومات ليکيو وڃي ٿو. هن ساڌو هيرانند، ٽي. ايل واسواڻي ۽ حسن علي آفنديءَ سان گڏجي "سنڌ سڀا" تنظيم جو بنياد وڌو، جنهن پاران "سنڌ ٽائيمس" اخبار جاري ڪري ساڌو هيرانند کي ان جو ايڊيٽر مقرر ڪيائين. پر ڪجهه عرصي کانپوءِ هيرانند جي لاڏاڻي کيس جهوري وڌو ۽ پوءِ هن سندس شخصيت ۽ سوانح تي "Sadhu Hiranand: A Humble Soul" ڪتاب لکيو.

سندس ٻين ڪتابن ۾ (1) Something about Sindh، (2) جپ صاحب (1891ع)، (3) سري ڀڳوت گيتا (1893ع)، (4) سري يوگ درشن (1903ع)، (4) گيتا جو سار، (5) ڪبير جا سلوڪ، (6) History of Land Alienation in Sindh، (7) ماءُ ۽ ڌيءُ (1906ع: ٽيون ڇاپو)، (8) لوڀ جو مهاتم (ٽيون ڇاپو: 1923ع)، (9) چابڪ من جا، (10) رهاڻ، (11) نل دمينتي (1929ع) ۽ ٻيا شامل آهن.

ڏيارام گدو مل، مرزا قليچ بيگ جو به وڏو قدردان هو 1906ع ۾ کيس خط لکي چيائين "آئون پنهنجي فرصت جو وقت سڄائي ڪم لاءِ وقف ڪرڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو... پر تون سڀني کان گوءِ کڻي وئين، شل تون پنهنجي ۽ منهنجي ديس لاءِ گهڻو جيئين! پر جيڪڏهن تون مون کان اڳي وئين ته آءٌ تنهنجي محنت جو قدر جهان آڏو رکندس." جيتوڻيڪ ڏيارام کي ڌڻيءَ در اڳ ۾ سڏ ٿيو پر هن جيئري واعدو نڀايو ۽ ڏيڍ لک کان وڌيڪ رقم مرزا قليچ بيگ جي ڪتابن جي ڇپائيءَ تي کيس موڪلي ڏني. جنهن جو ذڪر مرزا صاحب پنهنجي آتم ڪهاڻي "سائو پن ڪارو پنو" ۾ به ڪيو آهي. اها رقم اڄ جي هڪ ڪروڙ روپين کان وڌيڪ ٿيندي. ڏيارام گدو مل رٽائرمينٽ کان ست سال اڳ ئي پنهنجي ڀاءُ جي نالي "ديوان مينا رام ڌرمائو ٽرسٽ" رجسٽرڊ ڪرايو ان بابت ڪجهه هن ريت لکيو هئائين: "آءٌ غلامن جو غلام ڏيارام گدو مل عمر 35 سال، رهندڙ حيدرآباد، سنڌ. پنهنجي زندگي ۽ زندگيءَ جي ڪمايل موڙي ۽ ورثي ۾ آيل پونجيءَ کي 'امانت' ڄاڻي ۽ پنهنجي حياتيءَ تي ڪو ڀروسو نہ سمجهي، پنهنجي سموري ملڪيت کي خيراتي ٽرسٽ پڌرو ڪريان ٿو.

ڏيارام جي زندگيءَ جو مقصد سندس هن تحرير مان ثابت ٿئي ٿو ته "علم عام ٿئي، ڏکي انسانن جي ملم پٽي ٿئي، خدمت خلق ادارن ۽ اوتارن جي سنڀال ٿئي، علمي قحط ۽ سهائتا جي ڏس ۾ امداد جو هٿ ڏگهيريو وڃي ۽ خدمت ڪندڙ ادارن جي دل کولي مدد ڪئي وڃي. هو ورنيڪيولر لٽريچر ڪاميٽيءَ، ميونسپالٽيءَ ۽ خالق ڏني هال جو صدر به رهيو ۽ ڪوڙهه جي مريضن جي آشرم جو چيئرمئن به رهيو.

ديوان ڏيارام 56 ورهين جي ڄمار ۾ هڪ ننڍي نينگي چوڪريءَ سان شادي ڪئي، جنهن تان مٿس تمام گهڻي تنقيد ٿي ۽ ڪيترن دوستن ان عمل جي نندا ڪئي، پر پاڻ ڪنهن کي ڪو جواب ڪونہ ڏنائين. گهڻا سال پوءِ معلوم ٿيو ته اها هڪ مصيب زده عورت هئي، جنهن جي عزت ۽ زندگي بچائڻ لاءِ ديوان صاحب اهو ڪم ڪيو هو.

سنڌ- هند توڙي برصغير جو هي مثالي سماج سيوڪ 7 ڊسمبر 1927ع تي ٻن پهرن جو گرو گرنٿ پڙهندي ڌڻيءَ کي پرتو. سندس زندگيءَ جي احوال بابت هڪ ڪتاب 'راج رشي ڏيارام گدو مل جو جيون چريتر' ڇپيل آهي، جنهن جا ڪيترا ڇاپا اچي چڪا آهن.

**ڏياري/ ديوالي:** ڏياريءَ کي ديوالي ۽ ديپاولي به چوندا آهن. هي هندو ڌرم وارن جو وڏي ۾ وڏو مذهبي تهوار آهي، جنهن کي هنديءَ ۾ 'ديوالي'، 'ديپاولي' ۽ سنڌيءَ ۾ 'ڏياري' چوندا آهن. ڏياريءَ جو ڏڻ هر سال آڪٽوبر/ نومبر مهيني دوران وڪرمي سال جي ڪارتڪ مهيني جي اُماس تِٿ تي سڄيءَ دنيا ۾ ملهايو ويندو آهي.



هن تهوار بابت ڪٿا مشهور آهي ته تريتا يُگ ۾ ايوڌيا نگريءَ جي راجا دسرت جي ديتن ۽ راڪشسن سان جنگ دوران، رٿ جي هڪ ڪِلي ڀَڄِي پئي ته ان ٽٽل سوراخ ۾ راجا دسرت جي پتني ڪيڪئيءَ پنهنجي آڱر وجهي، پنهنجي پتيءَ جي مدد ڪئي. جنگ ختم ٿيڻ کانپوءِ جڏهن راجا دسرت کي اُن ڳالهه جو پَتو پيو ته هُن ڪيڪئيءَ سان

کي ٻه وچن پاڙڻ جو واعدو ڪيو ۽ ڪيڪئيءَ اُهي ٻئي وچن ضرورت ويل وٺڻ جو چئي امانت طور راجا وٽ رکيا. ڪافي عرصي کان پوءِ راجا دسرت ٻڍاپڻ سبب ايوڌيا نگريءَ جو تخت پنهنجي موهيي پٽ شري رامچندر (ڀڳوان جي ستين نمبر اوتار) جي حوالي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. اها خبر جڏهن ڪيڪئيءَ ٻڌي، ته هُن راجا کان امانت طور رکيل ٻئي وچن پاڙڻ جو چيو:

(1) ”ايوڌيا نگريءَ جو تخت شري رامچندر بجاءِ سندس (ڪيڪئيءَ جي) پٽ ڀرت حوالي ڪيو ويندو“. (2) ”شري رامچندر، راجائي لباس بجاءِ بنواسي (سنياسي) ڪپڙا پائي 14 سالن لاءِ بنواس ۾ رهندو ۽ اُتي رشين ۽ منين وارو سادو کاڌو کائيندو.“



ڪيڪئيءَ پاران اهڙا ڪئور وچن ٻڌي، راجا دسرت بيهوش ٿي ڪِري پيو. پر شري رامچندر پنهنجي پيءُ جي وچن پوري ڪرڻ لاءِ بنواس وڃڻ جي تياري شروع ڪري ڏني. آخرڪار شري رامچندر، سندس ننڍو ۽ پيارو ڀاءُ لڪشمڻ ۽ سندس پتني سيتا رٿ تي چڙهي بنواس پهتا. اُتي هڪ ڏينهن سيتا جي اسرار تي ٻئي ڀائر هڪ هرڻ کي پڪڙي آڻڻ لاءِ تمام پري نڪري ويا. پويان لنڪا جي راڪشس راوڻ، وجهه ملندي ئي، دائري ۾ ويٺل سيتا کي جوڳيءَ جو روپ ڌاري ڀِکيا ڀهاني اغوا ڪيو ۽ سمنڊ پار ڪري، لنڪا جي 'اشوڪ واٽڪا' علائقي ۾ اچي رکيو. روايت موجب سيتا کي بنواس مان اغوا ڪرڻ دوران 'جٽايو' نالي پکيءَ مزاحمت ڪئي، جنهن کي راوڻ زخمي ڪري وڌو هو. اُن پکيءَ ذريعي رامچندر کي پنهنجي پتني سيتا جي اغوا جو اطلاع مليو ۽ اهو پکي زخمن جو تاب نه سهي مري ويو. جنهن جو ڪرياڪرم شري رامچندر پنهنجن هٿن سان ڪيو.

هوڏانهن سيتا کي واپس آڻڻ لاءِ شري رامچندر، هنومان (شري رامچندر جي شيواڌاري ۽ باندر فوج جي اڳواڻ) جي اڳواڻيءَ ۾ فوج تيار ڪئي ۽ شري رامچندر ۽ راوڻ وچ ۾ جنگ شروع ٿي.

جنگ دوران شري رامچندر جو ڳرو ٻاڻ لڳڻ سبب راوڻ مارجي ويو. راوڻ جي جنگ ۾ مات ٿي ۽ شري رامچندر سوڀارو ٿيو. پوءِ شري رامچندر، سيتا کي وٺي واپس بنواس پهتو. شري رامچندر، سيتا ۽ لڪشمڻ، راڪشس راوڻ جي مارجڻ کان ٺيڪ 20 ڏينهن بعد واپس ايوڌيا پهتا. شري رامچندر جي بنواس ڪاٽي، ايوڌيا نگريءَ ۾ اچڻ تي عوام پاران وڏو جشن ملهايو ويو ۽ گهرن ۾ گهٽين ۾ ڏيئا ٻاريا ويا ۽ خوشيءَ وچان وڏا ٺڪاءُ ڪيا ويا. ان ڏينهن کي ياد رکندي، هر سال هندو ماڻهو هن ڏڻ تي 'ڏياري' ملهائيندا آهن.

هڪ ٻيءَ روايت موجب مايا، ڌن ۽ دولت پراپت ڪندڙ مشهور ديوي 'لڪشميءَ' جو جنم به هن ڏينهن تي ٿيو هو. اُن ڪري ڏياريءَ جي ڏينهن تي سنجها ويلي 'لڪشمي پوڄا' به ڪئي ويندي آهي. ان ويلي هندو پنهنجن گهرن جا دروازا کليل رکندا آهن. سندن عقيدو آهي ته لڪشمي ديوي وٽن ايندي ته ڌن وڌندو. ڏياريءَ کي شيطان، ڪوڙ ۽ دوکي کان نجات ۽ حق، سچ جي فتح جو ڏينهن سمجهيو ويندو آهي. هن ڏڻ تي ڀارت، نيپال، سريلنڪا، گيانا، مليشيا ۽ سنگاپور ۾ عام موڪل هوندي آهي. جڏهن ته پاڪستان (خاص ڪري سنڌ) ۾ به اِن ڏينهن تي هندو ڌرم وارن لاءِ حڪومت عام موڪل ڪندي آهي.

دنيا جي مختلف ملڪن سان گڏ ڏياري آمريڪا ۾ به ڌام ڌوم سان ملهائي ويندي آهي. آمريڪا ۾ 2003ع ۾ پهريون ڀيرو وائيٽ هائوس ۾ ڏياري ملهائي وئي ۽ 2007ع ۾ آمريڪي ڪانگريس اِن تهوار کي سرڪاري تهوار جو درجو (Official Status) ڏنو. جڏهن ته 2009ع ۾ آمريڪي صدر بارڪ اوباما وائيٽ هائوس ۾ ڏياري تقريب جو افتتاح ڪيو.

ڏياريءَ کي هندو ڌرم کان سواءِ جين مت ۽ ٻڌ مت ۾ به مذهبي اهميت حاصل آهي. جين مت وارا اِن ڏينهن کي پنهنجي آخري چوويهين (24) تيرٿنڪر، سوامي مهاوير جو جنم ڏينهن ڪري ملهائيندا آهن. جيڪو 15 آڪٽوبر (تٽ اُماس) 527 ق.م تي ڄائو هو. جڏهن ته سِکَ، پنهنجي ڇهين گُرو، گُرو گوبند سنگهه جي گواليار قلعي واري واقعي ۾ مغلن جي قيد مان ڇوٽڪاري ماڻڻ تي، هن ڏينهن تي گولڊن ٽيمپل ۾ ڏيئا ٻاري ڏياري ملهائيندا آهن.

ٻوڌي ڀڪشُو، هن ڏينهن کي اَشوڪا جي ٻڌ مت اختيار ڪرڻ جي ڏينهن يعني 'اَشوڪ وجئہ دشمي' ڪري ملهائيندا آهن ۽ اِن ڏينهن تي مهاتما گوتم ٻڌ جي پوڄا ڪندا آهن. ڏياريءَ کي شاهه لطيف سميت سنڌي ٻوليءَ جي وڏن ۽ ناميارن شاعرن، شيخ اياز، نارائڻ شيام، امداد حسيني، ادل سومري ۽ ٻين پنهنجي شاعريءَ ۾ ڳايو آهي:

”ڏئي ڏياري، سامونڊين سڙهه سنباهيا.“

(شاهه/ سُر سامونڊي)

**ڏيتڪي (ديهه)**: تعلقي هالا، ضلعي مٽياريءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

هوت سيال، باگو رند، حاجاڻا، فقير محمد دايو، گل محمد دايو ۽ مشتاق فيڪٽري ۽ پير صلاح الدين شاهه.

**ڏيتي ليتي ناٽڪ منڊلي، حيدرآباد**: 1906ع ڌاري جڏهن حيدرآباد ۾ اڃا تختن واري اسٽيج جو رواج نه پيو هو. تڏهن هيءَ ناٽڪ منڊلي شاهي بازار ۾ مشهور 'ڪڪڙ ڪمپني' جي دڪان اڳيان، ڏيتي ليتيءَ جي روڳ خلاف وندرائيندڙ ڇهچٽا ڪري ڏيکاريندي هئي، جن کي

بازار مان ويندڙ ماڻهن جا انبوهه پيا ڏسندا هئا. هن ناٽڪ منڊليءَ پاران موتومل گدواڻيءَ (حيدرآباد ڪاليج جي پرنسپال) جو لکيل ناٽڪ 'ڪرشن جي گوپي'؛ لعل چند امرڏني مل جا لکيل ناٽڪ 'سيٺ ڪي ويڻ'، 'لک ڏيڍ ڪي لت' ۽ 'نقد ڌرم'؛ نانڪرام جو ناٽڪ 'پتي شيوا' ۽ کانچند درياڻيءَ جا ٻه ناٽڪ: 'گلاب جو گل' ۽ 'موتئي جي مکڙي' پيش ٿيا. هنن ناٽڪن ۾ حصو وٺندڙ اداڪارن ۾ ڊاڪٽر چوئٿرام، هيرو سپاهيملاڻي، جهمٽ پاوناڻي، چٽن واڌواڻي، نيٺو ميرچنداڻي، کانچند درياڻي ۽ منگهارام ملڪاڻي شامل هئا.

**ڏيتا** (ذات): ڏيتا اصل سومرا آهن. ته ڪي ڪين ملاح به سمجهن ٿا. مختلف ليکڪن جا مختلف رايا آهن:

(الف) ايس صادق عليءَ جي لکڻ موجب 'ڏيتا' سومرا آهن.

(ب) هندستان جي آدمشماري سال 1911ع ۽ 1931ع موجب ڏيتا، سومرا آهن.

(ج) سماٽ ذاتين جي اپياس مان خبر پوي ٿي ته 'ڏيتا' جکري جو اولاد آهن، جيڪي ملاح ۽ مهاڻا آهن.

(د) هڪ ٻي حوالي موجب سمي بن رائنڊ کي ست پٽ هئا، جن مان هڪڙي پٽ جو نالو 'ڏيتو' هو، جنهن جي اولاد پاڻ کي 'ڏيتا' سڏايو جيڪي سميجا آهن.

(هه) هڪ حوالي موجب ڏيتا، دل قبيلي جي هڪ اهم شاخ آهي. انهن جا خاص پاڙا آهن: (1) آري، (2) بالو، (3) بودلا، (4) ڏوج، (5) ساهڙ (ساهڙاهي)، (6) سونپار، (7) صادق پوٽا ۽ (8) گگن.

**ڏيتا** [1]: ضلعي ۽ تعلقي جيڪب آباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

احمد دين بروهي، آڏيرو، محمد امين بروهي، جيتو مل (عارب ماڇي)، گوبند رام ۽ ذوالفقار علي بروهي (ڏيتا).

**ڏيتا** [2]: تعلقي ڪنڊياري ضلعي نوشهري فيروز جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سجاول مري، آساپور، دلال چانڊيو، حاجي خان مري، ڪريم داد ڪوسو، ڇتو ڪوسو، حاجي شفيع سهتو، ٻچل عالماڻي، ميوو ڪلو ڇتو سهتو ڳاجرا، حاجي ٻڍل سولنگي، محمد عمر سهتو، فيض محمد عالماڻي، ٻانهو خان ڪولاچي، شفيع محمد سهتو ۽ ڳوٺ محمد ابراهيم.

**ڏيتا** [3]: حيدرآباد ۽ ٽنڊي جام (ميرپورخاص ريلوي لائين تي) ڏيتا نالي هڪ ننڍي ريلوي اسٽيشن آهي، جنهن جي سامهون روڊ جي پرسان ڏيتن جو ڳوٺ آهي. مشهور استاد رحيم بخش ڏيتو ۽ منظور احمد ڏيتو هتي جا رهاڪو آهن.

**ڏيتا پيا**: تعلقي اوٻاڙي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

چڪ شهبازپور ۽ عبدالله شاهه.

**ڏيتري** (ماڳ): هيءَ قديم دڙو آهي، جيڪو ضلعي گهوٽڪيءَ ۾ ميرپور ماٿيلي شهر کان اوڀر اتر 24 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي پارو لنڊ طرف ويندڙ روڊ تي واقع آهي. هن دڙي جي ابتدائي ڪوئي مان معلوم ڪيو ويو آهي ته هيءَ دڙو قديم وقت ۾ آباد وسندي هو هتان سنڌو درياهه جو هڪ وهڪرو 'ريٺي' نالي سان وهندو هو جنهن مان ڳوڙهيلو شاخ نڪرندي هئي. هيءَ وسندي ڳوڙهيل شاخ جي ڪنڌيءَ تي واقع هئي. هن شاخ جي وهڪري جا آثار هيننر تائين موجود آهن. هن دڙي تان ٺڪراٺو بوتا، مٽڪا وغيره مليا آهن، جيڪي هتي موجود وسنديءَ جا اهڃاڻ معلوم ٿين ٿا. دڙي تي تحقيق جي ضرورت آهي.

**ڏيٽڪي**: ضلعي مٽياريءَ جي تعلقي هالا جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

هوت سيال، باگو رند، حاجاڻا، فقير محمد دايو، گل محمد دايو، مشتاق فيڪٽري ۽ پير صلاح الدين شاهه.

**ڏيٿو، شمشاد اختر، ڊاڪٽر**: اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جي پهرين سنڌي خاتون گورنر ڊاڪٽر شمشاد اختر، حيدرآباد ۾، 18 جولاءِ 1949ع تي جنم ورتو. سندس والد منير اختر ۽ ڏاڏي غلام محمد اختر جو اباڻو ڳوٺ نوشهري فيروز پرسان ڳوٺ نظر ڏيٿو آهي. شمشاد اختر جو ڏاڏو غلام محمد اختر پهريون سنڌي انجنيئر هو. جنهن بمبئي يونيورسٽيءَ مان انجنيئري پاس ڪئي هئي. سندس والد منير اختر پي. آءِ. ڊي. سي جو چيئرمين ۽ فارين افيئرس ۽ فنانس ڪاتن جو وفاقي سيڪريٽري به رهي چڪو آهي.



شمشاد اختر ابتدائي تعليم ڪراچيءَ ۽ اسلام آباد ۾ حاصل ڪئي. پنجاب يونيورسٽيءَ مان بي. اي (اڪنامڪس) 1974ع ۾ ڪيائين. هن ايم. ايس. سي (اڪنامڪس) قائداعظم يونيورسٽي اسلام آباد مان ڪئي ۽ ان بعد 1977ع ۾ يونيورسٽي آف سسيڪس، انگلنڊ مان 'ڊيولپمينٽ اڪنامڪس' جي مضمون ۾ ايم. اي ڪيائين. هن 1980ع ۾ پيسلي ڪاليج آف ٽيڪنالاجي، انگلنڊ مان اقتصاديات ۾ پي. ايچ. ڊي جي ڊگري حاصل ڪئي. هوءَ پوسٽ ڊاڪٽورل فيلوشپ، فل برائين اسڪالر، هارورڊ يونيورسٽيءَ جي شعبي اقتصاديات ۾ 1987ع ۾ وزيٽنگ فيلو به رهي آهي.

ڊاڪٽر شمشاد اختر پنهنجي ڪئريئر جو آغاز ايشين ڊيولپمينٽ بئنڪ ۾ 1990ع کان ڪيو. جتي هن سينيئر ۽ 'پرنسپال فنانشل سيڪٽر اسپيشلسٽ' رهڻ بعد 1998ع ۾ مئنيجر طور ترقي حاصل ڪئي. هوءَ 1998ع کان 2001ع تائين ايشين بئنڪ ۾ APEC فنانس منسٽرز گروپ جي ڪوآرڊينيٽر طور ذميواريون سنڀاليون ۽ ايشين ڊيولپمينٽ بئنڪ جي ڪيترين ڪميٽين ۾ رهي ڪم ڪيو. جن ۾ ري آرگنائيزنگ ڪميٽي، اپيلز ڪميٽي، اوور سائيٽ ڪميٽي وغيره شامل آهن.

ايشين بئنڪ ۾ اچڻ کان اڳ هن ورلڊ بئنڪ جي ريزيڊنٽ مشن هيڊ پاڪستان ۾ 10 سالن تائين ماهر اقتصاديات طور ڪم ڪيو. پاڪستان ۾ هن مرڪزي توڙي سنڌ حڪومت جي رٿابنديءَ جي ماهرن سان مختلف معاملن، خصوصاً: 'ميڪرو اڪنامڪس، صنعت ۽ زراعت ۽ ٽئڪس جي نظام بابت گڏجي ڪم ڪيو. هوءَ 2004ع تائين ايشيائي ترقياتي بئنڪ ۾ ڊائريڪٽر جنرل رهي، ان کان سواءِ هوءَ ايشيائي بئنڪ جي 'فنانس اينڊ ٽريڊ ڊويزن فار ايسٽ اينڊ سينٽرل ايشيا' ڊپارٽمينٽ جي ڊائريڪٽر گورننس به رهي چڪي آهي.

جنوري 2006ع ۾ ڊاڪٽر شمشاد اختر، اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جي گورنر طور ٽن سالن لاءِ مقرر ٿي. هن چوڏهين گورنر طور اسٽيٽ بئنڪ ۾ خدمتون سرانجام ڏنيون. هيءَ پهرين سنڌي عورت آهي، جنهن کي اهو اعزاز حاصل آهي. انهيءَ عرصي ۾ هن پاڪستان جي اقتصادي صورتحال بهتر ڪرڻ لاءِ ڀرپور ڪوششون ورتيون. سيڪيورٽيز اينڊ ايڪسچينج ڪميشن توڙي انشورنس ڪميشن ۾ سُڌارا آندا ۽ پاڪستان ۾ سرمائيڪاريءَ کي هٿي وٺرائي. ڊاڪٽر شمشاد اختر کي مئي 2012ع ۾ اقوام متحده جي سيڪريٽري جنرل، بان ڪي مون جو اقتصادي ۽ سماجي معاملن بابت اسٽنٽ سيڪريٽري جنرل مقرر ڪيو ويو آهي. ان کان اڳ هيءَ ورلڊ بئنڪ ۾ اوڀر ۽ اتر آفريڪا جي اقتصادي مامرن بابت وائيس پريزيڊنٽ رهي. هيءَ پهرين سنڌياڻي آهي، جيڪا اهڙين اهم ذميوارين تي رهي چڪي آهي.

**ڊيٿو، عبدالرحيم**: نامور اديب، سماج سڌارڪ ۽ تعليمدان پروفيسر عبدالرحيم ولد الله بچايو ڊيٿو 15 فيبروري 1919ع تي ڳوٺ ’ٻيلو‘ تعلقي سجاول، ضلعي ٺٽي ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ حاصل ڪرڻ بعد نور محمد هاءِ اسڪول حيدرآباد ۾ داخل ٿيو، جتان 1939ع ۾ مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين. 1941ع ۾ گورنمينٽ ڪاليج ڦليليءَ مان انٽر جو امتحان پاس ڪيائين. 1945ع ۾ نور محمد هاءِ اسڪول حيدرآباد ۾ استاد جي حيثيت سان پنهنجي عملي زندگيءَ جي شروعات ڪيائين، جتي



اسڪول پاران نڪرندڙ مئگزين جي سنڌي ڀاڱي جو ايڊيٽر رهيو. اسڪول واري زماني ۾ علامه مشرقي سان خاڪسار تحريڪ ۾ سرگرم رهيو. 1946ع ۾ مسلم ليگ نيشنل گارڊ طور مسلم هاسٽل محلا جو سالار رهيو. هندستان مان سنڌ ڏانهن لڏپلاڻ ڪندڙ مسلمانن جي خدمت، تيمارداري ۽ استقبال لاءِ سندس اڳواڻيءَ ۾ ڪيترن شاگردن گڏجي سنڌن خدمت ڪئي. تحريڪ پاڪستان ۾ سندس شاگردن مان سيد قمر زمان شاه، ميجر ڊاڪٽر انور عابد قاضي، جسٽس عبدالقادر هاليپوٽو (سابق وزيراعليٰ سنڌ)، مظهرالحق صديقي (وائيس چانسلر سنڌ يونيورسٽي) ۽ ٻين ساڻس گڏ ڪم ڪيو. هن صوبي بهار ۾ مسلمانن تي ٿيندڙ ظلم خلاف چندو گڏ ڪري مدد لاءِ موڪليو. ٻي مهاڀاري جنگ دوران کيس بهاولپور ۾ متاثرين جي مدد ڪرڻ جي ذميواري ڏني وئي، جتي دوائون ۽ خوراڪ پهچائڻ ڪانسواءِ مفت تعليم ڏيڻ جو سلسلو شروع ڪيائين ۽ جلسا منعقد ڪيائين. اتان واپس اچڻ بعد ’حلقة القرآن‘ نالي هڪ تحريڪ شروع ڪري، ماڻهن کي اسلامي طريقي سان زندگي گذارڻ جو سبق ڏنائين.

هن مخدوم طالب المولىٰ جي والد ۽ سهري جي سهڪار سان سروري جماعت جي ماڻهن تي مشتمل لٺ بردار فورس تيار ڪري، فوجي ٽريننگ ڏياري. ڊيٿو شاگرديءَ واري دؤر ۾ بهترين فوٽ بالر هو. احمدآباد (انڊيا) وڃي فوٽ بال راند کيڏيو. ان کانپوءِ هاڪيءَ جي فرسٽ اليون جو ميمبر هو. ڪرڪيٽ ۽ والي بال جو بهترين رانديگر هو. اسڪائوٽ جي ٽريننگ ڪوئيٽا مان ورتائين. سيد علي اڪبر شاه ميهڙ واري جي قائم ڪيل جامع عربيه اسڪول ۾ مفت ٽيوشن پڙهايائين ۽ سٽي ڪاليج ۾ مفت سنڌي پڙهائڻ لاءِ ليڪچرار به رهيو.

عبدالرحيم ڊيٿو ٽريننگ ڪاليج ۽ سٽي آرٽس ڪاليج حيدرآباد ۾ به استاد رهيو ۽ پوءِ 1964ع ۾ سٽي آرٽس ڪاليج حيدرآباد ۾ پرنسپال جي عهدي تي فائز ٿي خدمتون سرانجام ڏنائين. هن حيدرآباد کان پنجن ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي ڏيٺا ريلوي اسٽيشن جي پرسان رحيم آباد نالي هڪ ڳوٺ ٻڌو، جتي تعليم جي کوٽ محسوس ڪندي ٽي اسڪول قائم ڪرايائين، جن ۾ بوائز پرائمري اسڪول، بوائز مڊل اسڪول ۽ نياڻين لاءِ گرلس پرائمري اسڪول شامل آهن. سندس ڪوشش سان انهن اسڪولن ۾ تعليم، يونيفارم ۽ ڪورس جا ڪتاب مفت ڏنا ويندا هئا، جنهن سان ان ڳوٺ ۽ ڀرپاسي جي ڳوٺن جا ٻار مفت تعليم حاصل ڪرڻ لڳا ۽ پوري علائقي ۾ تعليم حاصل ڪرڻ جو شعور پيدا ٿيو. پروفيسر عبدالرحيم ڊيٿي ٽريننگ ڪاليج جي ادبي ماحول ۾ وڏي دلچسپي ورتي ۽ مختلف موضوعن تي مضمون لکڻ شروع ڪيا. سندس ڪيترا مضمون ڪاليج مان نڪرندڙ ’ملا مخزن‘ ۽ آرٽس ڪاليج جي مئگزن ۾ شايع ٿيندا رهيا.

عبدالرحيم ڊيٿي، سنڌي نثر، تقرير توڙي تحرير ۾ ٻولي پختي استعمال ڪئي آهي. شاه جي شاعريءَ جو وڏو پارکو هو. ليڪچرن ۽ تقريرن دوران به شاه عبداللطيف جي شاعريءَ جا حوالا ڏئي تمام سهڻي نموني سمجهائيندو هو. هن سٽي آرٽس ڪاليج حيدرآباد ۾ نوڪريءَ دوران ’سنڌي ادبي مجلس‘ قائم ڪري ڪيترا ڪتاب ڇپرايا، جن ۾: ’ادبي آئينو‘، ’لطيفي لهرون‘ ۽ ٽماهي رسالو ’سنيهو‘ شامل آهن. سندس مضمونن جو ڪتاب ’ادبي آئينو‘ سنڌ يونيورسٽيءَ طرفان بي. اي جي نصاب ۾ شامل ڪيو ويو آهي. پروفيسر ڊيٿو رهبر ادبي سوسائٽيءَ (راس) جي باني ڪارن مان هو. ’راس‘ جي پليٽ فارم تان شاه عبداللطيف رح جي بيتن کي درست تلفظ سان پڙهڻ جي حوالي سان سٽي ڪاليج ۾ ليڪچرن جو سلسلو شروع ڪيائين ۽ ’شاه عبداللطيف ڀٽائي رح تعارفي ٽوئر‘ جي عنوان سان لاهور، ملتان، قصور، پشاور ۽ آزاد ڪشمير ۾ پروگرام رکي شاه سائينءَ جي امن ۽ ڀائيچاري جي پيغام کي عام ڪيائين. سندس تصنيفن ۾: (1) ’تمدن جي مختصر تاريخ‘ ۽ (2) ’ادبي آئينو‘ اهم آهن.

ڊيٿي صاحب ڪيترين ادبي مجلسن جي صدارت ڪئي ۽ مقالا پڙهيا. پنهنجي ڳوٺ ۾ هڪ جامع مسجد به تعمير ڪرايائين. مسجد ۾ ٻارن کي قرآن پاڪ پڙهائڻ لاءِ استاد به مقرر ڪيائين. پاڻ ان مسجد ۾ مؤذن ۽ پيش امام هو.

هن سماج جي اصلاح ۽ سڌاري لاءِ تقريرون ۽ واعظ ڪري ماڻهن ۾ ديني ۽ دنيوي شعور اجاگر ڪيو. مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ عبدالرحيم ڊيٿي جي شخصيت بابت هڪ شعر لکيو آهي:

هو خوب علم پرور عبدالرحيم ڊيٿو
هر فرد لاءِ دلبر عبدالرحيم ڊيٿو
ڪل مک فراخ دل هو، هو پياري طبع وارو،
خود هو ادب جو اختر عبدالرحيم ڊيٿو.

پروفيسر عبدالرحيم جي شاگردن جو دائرو وسيع آهي، جن وٽس تعليم حاصل ڪئي، سي اڄ به سندس شفقت، محبت ۽ رهنمائي جي ساراهه ڪن ٿا. پروفيسر عبدالرحيم ڏيٿي 6 ڊسمبر 1986ع تي وفات ڪئي.

**ڏيٿو، قاضي عزيز الله متياروي:** قرآن پاڪ کي پهريون پيرو سنڌيءَ نثر ۾ ترجمو ڪندڙ عالم بزرگ. قاضي مخدوم عزيزالله متياروي ولد قاضي محمد ڏيٿو 1774ع ڌاري متياريءَ ۾ ڄائو. سندس وڏا اصل ۾ ٺٽي ۾ رهندا هئا، جيڪي بعد ۾ لڏي اچي متيارين ۾ ويٺا. سندس خاندان مان ڪيترائي حديث جي علم جا ڄاڻو، مفڪر ۽ فقيهه ٿي گذريا آهن ۽ مختلف حڪمرانن طرفان قضا جي عهدن تي فائز رهيا آهن. ان ڪري سندن خاندان 'قاضي آخوندن' جي نالي سان سڃاتو ٿو.

عزيزالله قرآن پاڪ سميت سنڌي جي تعليم پنهنجي گهر ۾ مولوي محمد عثمان متيارويءَ وٽان حاصل ڪئي. مختصر عرصي ۾ ٿي علم حديث، فقهه، تفسير، تصوف ۽ معقولات جو ڄاڻو ۽ عالم بنجي ويو. ظاهري تعليم جي حصول کانپوءِ پنهنجي وڏن جي مرشد، درگاهه لنواريءَ جي چوٿين سجاده نشين خواجه محمد حسني مدنيءَ جي هٿ تي بيعت ڪري باطني علم جي حصول لاءِ درگاهه تي رهيو. لنواريءَ جي درگاهه ۾ موجود ڪتبخاني مان مستفيد ٿيو ۽ ان سان گڏ پڙهائيندو به رهيو. هن جو ٽالپر حڪمرانن جي درٻار سان سنئون واسطو هو. 1844ع ڌاري لنواريءَ جي بزرگن خلاف چارلس نيپيئر پاران بمبئيءَ ۾ داخل ڪرايل مقدمي ۾ درگاهه لنواريءَ جي سجاده نشين جي پاران هن ڪيس جي پيروي ڪئي. هي پهريون سنڌي عالم آهي، جنهن سنڌي نثر ۾ قرآن پاڪ جو ترجمو ڪيو جيڪو 1841ع ۾ ڇپيو. قرآن پاڪ جو ٻيو ڇاپو بمبئيءَ مان 1876ع ۾ ڇپيو. ساڳئي قرآن پاڪ جو ٽيون ڇاپو 1909ع ۾ مطبع ڪريمي بمبئيءَ پاران شايع ٿيو. هن قرآن پاڪ کي پهرئين ڇپيل سنڌي ڪتاب جو اعزاز حاصل آهي. ان ڪانسواءِ ٻيا به ڪيترائي ڪتاب لکيائين، جن ۾: قصيده غوثيه (شرح)، صحيح موتيا (حاشيه)، تفسير جلالين جو قدافلح کان والناس تائين ترجمو شامل آهن.

**ڏيٿو، قاضي محمد علي متياروي:** ديني عالم ۽ بزرگ قاضي محمد علي ولد قاضي عزيزالله متياروي 1842ع ڌاري لنواري (ضلعي بدين موجوده) ۾ ڄائو. سندن والد وڏو عالم ۽ مفسر هو. هن ابتدائي طور عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم پنهنجي والد وٽان حاصل ڪئي. ظاهري علمن ۾ فقه، حديث ۽ خطاطيءَ جي علمن تي ڪيس عبور حاصل هو. پنهنجي وقت جي عالمن ۾ سندس علمي بصيرت وڏي درجي واري هئي. هيءُ لنواري درسگاهه ۾ درس و تدريس لاءِ مقرر هو. هن ڪيترن ئي شاگردن کي ديني تعليم ڏني. قاضي صاحب 65 ورهين جي ڄمار ۾ 1904ع ڌاري وفات ڪئي.

**ڏيٿي:** تعلقي ڏگهڙي، ضلعي ميرپورخاص جي هڪ ديهه. جنهن ۾ رحيم خان نوتڪاڻي ۽ عبدالستار چانڊيو نالي ٻه ڳوٺ شامل آهن.

**ڏيپارجا (شهر):** هي پراڻو شهر، تعلقي موري، ضلعي نوشهري فيروز ۾ آباد آهي. هي شهر 12 هزار کان مٿي آبادي ۽ 25 چورس ڪلوميٽرن جي ايراضيءَ تي مشتمل آهي. هن شهر کي يونين ڪائونسل جو درجو مليل آهي. شهر کي هاءِ اسڪول، گرلس مڊل اسڪول، پرائمري اسڪول، پوسٽ آفيس، پوليس ٿاڻو، بنيادي صحت مرڪز، گئس، واٽر سپلائي ۽ بجليءَ جون سهولتون ميسر آهن. هي شهر ضلعي جي سيني شهرن سان روڊن ذريعي ڳنڍيل آهي. هي پهرين ڳوٺ هو جيڪو پوءِ ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي دؤر ۾ ترقي ڪري ڳوٺ وڏيو ۽ بعد ۾ شهر بڻجي ويو. شهر جي درگاهن جي مقبرن ۾ ڪم آيل سرون ميان يار محمد ڪلهوڙي جي قبي ۾ استعمال ٿيل سرن سان مشابهت رکن ٿيون. ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته هي شهر ڪلهوڙا دؤر يا ان کان اڳ آباد هو. ڏيپارجا ۾ ان دؤر ۾ رستا نه هوندا هئا. ان ڪري آمد و رفت جو ذريعو جانور يا دريائي ٻيڙا هوندا هئا. هتي مشهور بزرگن سيد عبدالوهاب شاهه بخاري، دائود پيش، سيد نظر محمد شاهه جيلاني اول ۽ دوم، سيد حامد شاهه ۽ ٻين جون مزارون آهن. هتي سيد، سومرا، سرهيا، سولنگي، سيال، ڪوريجا، سهتا، ڏيپڙ، چنا، ملاح، دايا، ڊکڻ، جکڙ، مگسي، اتيرا، پچارا، عباسي، ڏهر خاصخيلي، سنديلا، ميتلا، اوڏ، ٿهيم، مگڻهار، عالماڻي، سابقي، مري، پرٽ، چانڊيا، شيخ، راجپوت، پٽي، سما ۽ ٻين ذاتين وارا ماڻهو رهائش پذير آهن.

**ڏيپارجا:** تعلقي ميرواهه جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ٻانيڻ، ڪوڙو ڏيپڙ، پيرو نهيل، عامر، مير محمد ٻانيڻ، الهڏنو ٻرڙدي، نوح پوٽا ۽ فريد ٻرڙدي.

**ڏيپارجا ڊنڊ:** هي ڊنڍ تعلقي نوشهري ۾ ڏيپارج ڳوٺ پرسان آهي، جيتوڻيڪ هيءَ ڊنڍ هاڻي سڪي وئي آهي، پر جڏهن آباد هئي ته هن مان سوين من مڇي مرندي هئي.

**ڏيپر:** راڄپرن، ٻگهين، سميجن ۽ ملاحن جي هڪ ذات آهي، جن جا هيٺيان پاڙا آهن:

(1) جيا پوٽا (2) خجراڻي (3) گهانگهڙا (گهانگهرا).

**ڏيپر گهانگهرو/ ڏيپر گهانگهري جا دڙا:** سنجهوري تعلقي ۾ جهول کان 3 ميل ڏکڻ اوبر طرف ٽنڊي آدم ايندڙ رستي جي ڀرسان ڪيترا دڙا نظر اچن ٿا، جن کي ڏيپر جو ٿل يا ڏيپر گهانگهري جا دڙا



سڏجي ٿو دلور جي دڙن کان ڏيپر گهانگهري تائين جيڪر ڏٺو وڃي ته دڙن ۽ ٺڪرائي جو هڪ سلسلو نظر اچي ٿو، جنهن مان محسوس ٿئي ٿو ته 5-6 ميلن ۾ ممڪن آهي ته هي سڀ هڪ ئي شهر جا آثار هجن. 1854ع ۾ بيلاس ۽ رچرڊسن دلور جي دڙن سان گڏ هنن دڙن جو پڻ معائنو ڪيو ۽ کوٽائي ڪرائي. سندن خيال ۾ هتي ان وقت جي وزيراعظم جي رهائش هئي ۽ مرڪزي حاڪم جو تختگاهه برهمڻ آباد دلور جي دڙن تي هوندو هو.

1884ع ۾ جنرل هيگ هنن آثارن کي برهمڻ آباد جي عظيم شهر طور سڃاتو، جيڪو ايراني بادشاهه 'بهمن' جو قائم ڪيل هو. 1892ع ۾ راورٽيءَ خيال ظاهر ڪيو ته ڏيپر گھانگھري واري جاءِ تي ٻڌ ڌرم جي عبادت گاهه 'نووهار' هئي. ممڪن آهي ته هيءَ جاءِ برهمڻ آباد هجي. مشهور عالم ۽ محقق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ به مٿين نظريي جي حمايت ڪري ٿو ۽ ڏيپر گھانگھري کي ئي برهمڻ آباد جا قديم آثار مڃي ٿو. پاڪستان جي محڪمه آثار قديمه هنن آثارن تي اڃا ڪنهن به قسم جي کوٽائي نه ڪرائي آهي. هينري ڪزنس هي ماڳ ڇڪاسيو هو. هو 'Antiquities of Sindh' ۾ لکي ٿو ته برهمڻ آباد جي کنڊرن کان ڇهه ميل اتر اولهه طرف، ڏيپر گھانگھري وٽ ميدان جي کوٽائي ڪندي مختلف قسم جا ٺڪر جا ٿانو مليا. هڪ جاءِ تي ڪافي ٺڪرائو موجود هو، جتان ٺپيل ٿانون جا ٽڪرا مليا هئا، جن تي گل ٻوٽا ٺپيل هئا. ان ڪانسواءِ ڏيپر گھانگھري وٽان بيشمار ڪوڏ ۽ سپون به مليون آهن. اتي اهي ڪوڏ ۽ سپون ايتري ته گھڻي تعداد ۾ هيون، جو سڄي جاءِ اڇي ٿي وئي هئي. انهن سنکن مان چوڙيون ٺهنديون هيون. هتان شيشي جي مٽين جو به وڏو تعداد هٿ آيو آهي، اهي مٽيا شيشي جي پوري نليءَ کي ڪٽي ناهيا ويا هئا. ٽوڙي جو انهن جو چلڪو ختم ٿي چڪو هو. شيشي جي مٽين کان سواءِ عام پٿرن جا مٽيا به مليا آهن، جن ۾ ڳاڙهو سرخ عقيق، ڦڪو لهريدار عقيق، ڪچي لوهه جو مٽيو، رتو پٿر، سائي ۽ ڳاڙهين ليڪن وارو عقيق، لاج ورد ۽ سنگ سليماني شامل آهن. ان مان معلوم ٿئي ٿو ته هتي وينجهارڪو ڪم عروج تي هو. هتي وينجهارڪي ڪم جون ڪيتريون جايون هيون، جتان ڪيترا اڻ گھڙيا پٿر به مليا آهن. هتي مٽين تي اڪر جو ڪم به تيل ڏنو ويو آهي. ڪن مٽين تي ڏاند ته ڪن تي شينهن اڪريل هو. اهو ڪم آخر ۾ سيوهڻ ۾ ٿيندي ڏٺو ويو هو.


ڏيپر گھانگھري مان لڌل گلدان

جنرل هيگ ڏيپر گھانگھري کي 'سوانڊي' سڏيو آهي. سندس چوڻ آهي ته هن شهر جو ذڪر مجمل القواريءَ جي هڪ ڏنڊڪٿا ۾ به موجود آهي، جنهن موجب ڪشمير جي راجا، سنڌ تي حملي ڪرڻ وقت هي شهر جوڙايو هو. ڏيپر گھانگھري بابت مٿڪمردي لکي ٿو ته هي ماڳ ديبل گھانگرو نالي سان به سڏجي ٿو. نظر وجهڻ سان ٺلهه واري ايراضي الڳ ٿلڳ نظر ايندي آهي. اها ايراضي، ان ايراضيءَ کان الڳ آهي، جيڪا ٺڪرين جي ڍير سان ڍڪي پئي آهي. اها ايراضي برهمڻ آباد جي کنڊرن کان ايراضيءَ ۾ ڏهين پتيءَ جيتري مس ٿيندي. اهو حصو جتي اڳي جايون هيون، اتي سڄي ڪاراڻ نظر اچي ٿي. وڏو دڙو ٻڌ ڌرم جو استوپا آهي. ان جي اڏاوت ۾ وڏي ماپ جون سرون گاري سان ڪمايل آهن. هتان کوٽائي ڪندي اهڙيون رنگين شيون مليون آهن، جهڙيون ڪاهُو ۽ مير رکڻ جي ٺلهه مان مليون هيون. ساڳيون شيون جنرل ڪننگهام کي پنجاب جي هوڏي ماڳن تان به مليون هيون. ڪيترن سالن کان وچ واري ٻڌ استوپا جي چوڌاري پيل ايراضي مختلف ماڻهن کي الاٽ ٿيندي پئي وڃي، جن ڪافي زمين ٽريڪٽر ۽ بلڊوزرن سان سڌي ڪري آباديءَ لائق بنائي آهي. 1984ع ۾ به ٻڌ استوپا جي آسپاس ڪيترن دڙن کي پٽ ڪري، ونڊڻ جو فصل پوکيو ويو هو. هن تاريخي ماڳ کي بچائڻ ۽ ان تي وڌيڪ تحقيق جي ضرورت آهي.

**ڏيپلائي، الله ورايو 'محمدي'** : مشهور ڊاڪٽر الله ورايو محمدي، 30 ڊسمبر 1930ع ۾ ڏيپلي، ضلعي ٿرپارڪر ۾ جائو. ڊائو ميڊيڪل ڪاليج مان ايم. بي. بي. ايس ڪرڻ کانپوءِ ريڊيالاجيءَ ۾ اعليٰ تعليم برطانيا مان حاصل ڪيائين ۽ لياقت ميڊيڪل ڪاليج ڄام شوري ۾ ريڊيالاجسٽ جي عهدي تي فائز ٿيو. 2000ع کان 2006ع تائين اسرا يونيورسٽي، حيدرآباد ۾ پروفيسر ۽ هيڊ آف ريڊيالاجي ڊپارٽمينٽ ٿي رهيو. 2005ع ۾ ريڊيالاجيڪل سوسائٽي آف پاڪستان طرفان، وٽس 3000 ناياب ٽيچنگ ۽ ڊائگناسٽڪ ايڪسري ڪليڪشن هئڻ ڪري لائيف ٽائيم اچيومينٽ اوارڊ حاصل ڪيائين. 2007ع ۾ Star Millennium گولڊ ميڊل مليس. سماجي خدمت جي شعبي ۾ هي پاڪستان ميڊيڪل ايسوسيئيشن حيدرآباد، سنڌ چئپٽر جو صدر (1980ع)، پيٽرن پيشنٽس ويلفيئر آرگنائيزيشن (ايل. ايم. سي: 1985ع)، چيئرمئن هيلٿ ڪميٽي سنڌ گرئجيوئيٽس ايسوسيئيشن (1985ع)، سينيئر وائيس پريزيڊنٽ ڳوٺ سڌار سنگت (1985ع)، ميمبر پلاننگ ڪميشن آف پاڪستان (سوشل ويلفيئر ونگ: 1990ع)، ميمبر سنڌ ويلفيئر ڪائونسل (1980- 1992ع)، ميمبر سنڌ پراونشل ڪائونسل فار ڊس ائبلڊ (1993ع کان اڄ تائين)، صدر سنڌ ميمڻ جماعت (1985ع کان اڄ تائين)، پريزيڊنٽ ٿر ڊيولپمينٽ فائونڊيشن (1987ع کان اڄ تائين)، وائيس پريزيڊنٽ ڏيپلائي ميمڻ انجمن (1992ع کان اڄ تائين) رهيو آهي. ڊاڪٽر الهورايي محمديءَ ٿر جي مختلف شهرن ۾ لائبرريون قائم ڪيون آهن ۽ سنڌ جي گرلز پرائمري اسڪولن ۾ ڪتاب ۽ ڪاپيون تقسيم ڪندو رهندو آهي. ڪيس تحقيق ۾ خاص دلچسپي رهي آهي. تازو هن ڏهاڪو هزار ڏيپلائي ميمڻن جا تفصيلي شجرا هٿ ڪيا آهن. اهو مواد هن ڪتابي صورت ۾ 'ميمڻ ڪير هئا ۽ ڪٿان آيا' نالي سان شايع ڪرايو آهي.



**ڏيپلائي، عبدالرحمان**: مشهور عالم ۽ اديب محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي فرزند، اديب ۽ صحافي عبدالرحمان ڏيپلائيءَ، 4 جنوري 1946ع تي حيدرآباد ۾ جنم ورتو. مئٽرڪ 1962ع ۾ ڪيائين. ايم. اي (اسلامڪ ڪلچر) ۽ ايل. ايل. بي 1978ع ڌاري لئي ڪاليج مان ڪيائين. 1968ع ۾ لئي ۾ فئملي پلاننگ آفيسر مقرر ٿيو. ان کانپوءِ



سوشل سيڪيورٽي ڪاتي ۾ ڪوآپريٽو هائوسنگ سوسائٽيءَ ۾ انسپيڪٽر مقرر ٿيو. 1974ع ۾ سنڌ روڊس ٽرانسپورٽ ڪارپوريشن ڪراچيءَ ۾ اسسٽنٽ ٽريفڪ مئنيجر ٿيو. جنهن بعد رورل ڊيولپمينٽ ڊپارٽمينٽ، سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن ۾ 1976ع ڌاري مارڪيٽنگ آفيسر رهيو. وري فلور ملنگ ڪارپوريشن ۾ مئنيجر ٿيو. 1977ع ۾ پاسڪو ميهڙ ۽ شهدادپور ۾ ايڊيشنل ڊائريڪٽر رهيو. 1980ع کان 1988ع تائين سعودي ٽيليفون ڪاتي، رياض، سعودي عرب ۾ اهم عهدي تي رهيو. هن والد سان گڏجي سنڌ ٽائيمس، هفتيوار انسان، ماهوار وطن ڊائجيسٽ جاري ڪيا. ٻه پريسون: اسلاميہ پرنٽنگ پريس ۽ قرآن پرنٽنگ پريس هلايائين. رورل ڊيولپمينٽ ڊپارٽمينٽ مان 4 جنوري 2006ع تي رٽائر ٿيو. هن وقت هاءِ ڪورٽ جو وڪيل آهي. 19 جولاءِ 1985ع تي پنهنجي سوٽ شهناز قاضيءَ سان شادي ڪيائين. اولاد ۾ ٻہ پٽ ۽ چار ڌيئرون اٿس.

عبدالرحمان ڏيپلائيءَ جا مضمون ۽ ڪهاڻيون روزانہ جنگ ۾ 'ناقابل فراموش' جي عنوان هيٺ ۽ اخبار جهان سميت روزاني عبرت جي ادبي صفحي 'تخليقڪار' ۾ شايع ٿيا آهن. محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي روزانہ سنڌ ٽائيمس ۾ چيف رپورٽر بہ رهيو.

**ڏيپلائي، محمد عثمان** (1908-1981ع): سنڌ جو ناميارو عالم، صحافي، مزاحمتي اديب، ناول نگار، مضمون نويس، نقاد ۽ پبلشر محمد عثمان ڏيپلائي، 13 جون 1908ع تي ٿرپارڪر ضلعي جي ڳوٺ ڏيپلي ۾ هڪ ننڍڙي واپاري حبيب الله ميمڻ جي گهر ۾ ڄائو. ستن ڀينرن جي اڪيلي ڀاءُ هجڻ سبب سندس تعليم توڙي خانداني ذميوارين تي وڏو اثر ٿيو.



سندس تعليم ڇهن ورهين جي ڄمار ۾ ڏيپلي جي پرائمري اسڪول کان شروع ٿي. ڪلاس ۾ سندس شمار هوشيار شاگردن ۾ ٿيندو هو ۽ گهڻو ڪري پهريون نمبر کڻندو هو. ڏيپلي ۾ پرائمريءَ کان وڌيڪ تعليم جو بندوبست نہ هئڻ ڪري اُن دور ۾ باقاعدي وڌيڪ تعليم حاصل نہ ڪري سگهيو. سنڌي فائنل لاءِ گهٽ ۾ گهٽ 15 سالن جي عمر جي پابندي هئي، تنهنڪري ٻہ ٽي سال گهر ۾ ئي هِتان هُتان ڪتاب هٿ ڪري پڙهندو رهيو. ان واندڪائيءَ واري دور ۾ هڪ مولويءَ کان 'زليخا' تائين فارسي سکيو ۽ ٻئي طرف هندي، گُرمکي (لپي)، اردو، عربي ۽ ڪجهہ قدر انگريزي پڻ سکي ورتائين. نجوم، رمل، سامد رڪ جي ڄاڻ بہ حاصل ڪيائين. توڙي جو انهن علمن ۾ سندس ويساهہ بلڪل نہ هو اهڙي هلي، گهڻو گهڻو پوءِ سنڌ يونيورسٽيءَ مان اديب فاضل ۽ 60 ورهين جي ڄمار ۾ 1968ع ۾ حيدرآباد سيڪنڊري بورڊ مان مئٽرڪ پاس ڪيائين.

ڏيپلائي صاحب کي ننڍي هوندي کان ئي آکاڻيون، قصا ۽ ناول پڙهڻ جو گهڻو شوق هو. مذهبي ڪتابن ۾ قصا پيو ڳوليندو هو. سندس حافظو نهايت سٺو ۽ مطالعي جي رفتار تمام تيز هئي. اسڪول ۾ تاريخ نهايت شوق سان پڙهندو هو. لکڻ پڙهڻ جي شوق کيس ننڍيءَ عمر ۾ ئي اديب ۽ صحافي بڻائي ڇڏيو. ڏهن ورهين جي عمر ۾ پنهنجي هم ڪلاسي دوستن لاءِ هٿ سان لکيل اخبار 'فرحت آثار' ڪڍيائين. جنهن ۾ سڄي هفتي ۾ پڙهيل ۽ ٻاهيل آکاڻيون لکي دوستن کي پڙهي ٻڌائيندو هو.

ڏيپلائي صاحب جي ادبي لکڻين جي شروعات اردوءَ ۾ 1924ع ۾ 16 ورهين جي ڄمار ۾ ٿي. هندستان جي نامور عالم علامہ حسن نظاميءَ جي ادارت ۾ نڪرندڙ علمي رسالي 'منادي' ۾ محمد بن قاسم بابت شايع ٿيل هڪ مضمون ۾ ڪي تاريخي غلطيون هيون، جن جي نشاندهي ڪندي هن هڪ خط لکيو جيڪو علامہ نظاميءَ کي ايڏو تہ وڻيو جو ٿوري تصحيح ڪري، ان کي هڪ مضمون جي صورت ڏيئي 'منادي' رسالي ۾ ڇپي ڇڏيائين.

ترڪ مسلسل ڏُکاري حالتن جي ڪري ڏيپلائي صاحب 16 سالن جي ڄمار ۾ ڏيپلو ڇڏيو. اول ٽنڊي باگي ۽ لاڙ ۾ ننڍي پيماني تي واپار ڪيائين. سندس شادي 18 ورهين جي ڄمار ۾ ٿي، تنهنڪري لاچار کيس نوڪريءَ جي ڳولا ڪرڻي پئي. فائنل پاس نہ هئڻ ڪري کيس سرڪاري نوڪري نہ ٿي ملي سگهي. ان ڪري مجبوراً کيس وڏيرن جي منشيگيري ڪرڻي پئي. سندس شروعاتي پگهار 10 روپيا هو. 1930ع ڌاري عمرڪوٽ جي زميندار خانصاحب عطا محمد پليءَ وٽ پهتو، جتي ويهارو سال کيس نهايت شفقت ۽ عزت ملي. سندس پگهار وڌي وڃي 500 روپين تي پهتو. اُتي کيس لکڻ پڙهڻ جي بہ آزادي هئي، ان ڪري هن انهيءَ عرصي ۾ سوَ کن ننڍا وڏا ڪتاب لکي شايع ڪرايا.

ڏيپلائي صاحب جو پهريون افسانو 'چنڊ سهڻو يا انسان' حڪيم خليق مورائيءَ جي رسالي 'ترقيءَ' ۾ ڇپيو. پوءِ 'علمي دنيا' ۽ 'مخلص' رسالن ۾ سندن افسانا لڳاتار ايندا رهيا. هڪ اندازي مطابق سندن افسانن جو انگ 200 کان مٿي ٿيندو. انهن افسانن جا موضوع گوناگون آهن. ڏيپلائي صاحب جو پهريون ڪتاب 'قرآني دعائون' 1934ع ۾، سنڌي مسلم ادبي سوسائٽيءَ شايع ڪيو ۽ ان جا چار ايڊيشن ڇپيا. ڏيپلائي صاحب جي اسلامي ناولن جي باقاعدي شروعات آڪٽوبر 1938ع ۾ 'سنگدل شهزادي' سان ٿي. اهو دور ننڍي کنڊ جي سياسي تاريخ ۾ وڏي اهميت ٿو رکي. انگريزن 'ويڙهايو ۽ راڄ ڪريو' واري پاليسيءَ تي هلندي هندو مسلم نفاق جو بنياد وڌو. ڪجهہ لالچي ۽ شرپسند ڌرين کي انگريزن استعمال ڪيو. سنڌيءَ ۾ ڊزن کن مسلم آزار ناول آندا ويا. انهيءَ صورتحال ۾، مولانا خير محمد نظاماڻيءَ جي ترغيب تي ڏيپلائي صاحب 'سنگدل شهزادي' لکيو پر نظاماڻي صاحب مالي تنگيءَ سبب ڇپائي نہ سگهيو. آخر ڏيپلائي صاحب، پنجاهہ روپيا اوڌر کڻي ميرپورخاص ۾ 'اسلاميہ دارالاشاعت' جو بنياد رکي 'سنگدل شهزاديءَ' سان عبرت ڪتابي سلسلي جي ابتدا ڪئي، جنهن ۾ لاڳيتو هر مهيني هڪ ناول اچڻ شروع ٿيو. 1941ع ۾ انهيءَ سلسلي کي ماهوار 'عبرت' جي صورت ملي. آگسٽ 1944ع ۾ اُن کي هفتيوار ڪيو ويو. انهيءَ دور (1938ع کان 1948ع) ۾ ڏيپلائيءَ جي لکڻين سنڌ جي نوجوانن ۾ خود اعتماديءَ ۽ خودداريءَ جي لهر آندي. ڏيپلائيءَ جي ڪتابن، ناولن، ايڊيٽوريلن، ڪالمن ۽ مضمونن جو مقصد سنڌي مسلمانن ۾ شاندار ماضيءَ جي ڄاڻ پيدا ڪرڻ سان گڏ منجهن انهن خباثتن جي

شناخت پيدا ڪئي وئي، جن سندن زندگي زهر ڪري ڇڏي هئي. هن جي نظر ۾ اهي خباثتون هيون: ڌاريا حڪمران، وياج خور واپاري طبقو، انگريزن جو وفادار وڏيرو، سندن ايمان تي ڌاڙا هڻندڙ بدڪار ۽ بيڪار نام نهاد مرشدن جو ٽولو ۽ ديني احڪامن جي غلط تشريح ڪندڙ جاهل ۽ بدعتي مُلو.

ان دور جي ڏيپلائيءَ جي ناولن ۾ گلستان حسن، حور بغداد، روم جي راڻي، هوشربا شهزادي، نازنين يورپ، دختران اسلام، فتح فلسطين، نيل ڪنوار، غازي صلاح الدين، فتح اسپين، آخري اميد، ڪاشيءَ جا پاپڙ، ڪنيز اسلام، ايراني شهزادي، شيرشاهه ۽ همايون، نور توحيد، عروج اسلام، شوڪت اسلام، جلوه اسلام، گمراهه مسلمان، فتح ايران، سبڪتگين ۽ جئه پال، سومنات جي سندري، سنگدل شهزادي، چين جو چند، قسطنطنيه جي شهزادي، آفريقه جي شهزادي، جنگ ترڪ و جرمن، بلبل ايران، عرب جي لاڏي، فتح پاڪستان شامل آهن. ان دور جو مشهور ترين ناول 'ڏاهري رنگ محل' هو جيڪو ميلارام واسواڻيءَ جي ناول 'مغل رنگ محل' جي جواب ۾ لکيو ويو هو. هي ٽئي ناول فرقي پرستيءَ جي خدشي کي مدنظر رکي انگريز سرڪار پاران ضبط ڪيا ويا.

پاڪستان تحريڪ ۾ بہ ڏيپلائي صاحب جو قلمي ڪردار رهيو هو مسلم ليگ ۾ باقاعدي شامل نہ ٿيو ڇو تہ ڪيس وڏيءَ حد تائين مسلم ليگي اڳواڻن جي شخصي ڪردار کان نفرت هئي. هو ان وقت مذهبي حوالي کان مولانا مودوديءَ جي اسلامي نظريي کان متاثر هو. هن جي نظر ۾ مولانا مودوديءَ جي نظريي کي عملي صورت وٺائڻ لاءِ پهرئين مرحلي ۾ 'پاڪستان جو حصول' ضروري هو. ان ڪري هن پنهنجي تحريرن ۾ پاڪستان جي تائيد ڪئي.

ورهاڱي ۽ قيام پاڪستان کان پوءِ حاڪمن جا ارادا ۽ عمل ڏيپلائيءَ جي سوچن ۽ خواهشن جي بلڪل اُبتڙ نڪتا. 1940ع واري ٺهراءُ ۾ رياستن کي ڏنل آزاديءَ ۽ خودمختياريءَ جي نفي ڪئي وئي. 1948ع ۾ ڪراچيءَ کي سنڌ کان ڇني ڌار ڪيو ويو. 1954ع جي آخر ۾ سنڌ جي تشخص کي ختم ڪيو ويو. ونيونٽ ٺاهڻ واري قدم ڏيپلائيءَ جي ذهن کي ڌوڏي ڇڏيو. ملڪي ۽ بين الاقوامي صورت حال جي نئين سر تجزيي ۽ مطالعي بعد هو ان نتيجي تي پهتو تہ "سڀ کان اول آهي پنهنجو وجود ۽ پنهنجو وطن . . . جنهن کي نہ آهي تڏو، سو آهي جڏو! . . ." سندس نظريو هو تہ، "هر دور انديش اديب ۽ اڳواڻ کي گهرجي تہ هو پنهنجي قوم کي خوب سجاڳ ڪري ۽ ان کي پنهنجي وطن جي محبت ۾ اهڙو سرشار ڪري، جو ان کي ڪو بہ ڦيلائي نہ سگهي!" قوم پرستيءَ جي انهيءَ جذبي هيٺ ڏيپلائي صاحب، سنڌي عوام کي سجاڳ ڪرڻ ۽ کين ٻين ملڪن ۾ اُٿندڙ قومي تحريڪن ۽ حالتن کان آگاهه ڪرڻ لاءِ پنهنجي مخصوص طرز تحرير ذريعي 'ڄڀاني گڏي'، '1857ع جي آزاديءَ جي جنگ'، 'غازي انور پاشا'، 'سسي نيزي پاند' (دوستوسڪيءَ) ۽ 'امڙ' (مئڪسم گورڪيءَ جي ناول جو ترجمو) جهڙا ناول لکيا ۽ ترجما ڪيا، جيڪي وقت جي سرڪار ضبط ڪيا. انهيءَ کان سواءِ سندس ٻيا ناول: ڪنول ڪلي، سمرقند جو صوف، ڪوريا جي ڪنوار، مجاهد ڪشمير، مصطفيٰ ڪمال، ريف جو مجاهد، سوڊان جي سونهن وغيره بہ گهڻو ڪري اهڙن ئي موضوعن تي لکيل هئا. سن 1963ع ۾ قيد دوران لکيل سندس ناول 'سانگهڙ' جو شمار وطن پرستيءَ ۽ مزاحمت جي حوالي سان سنڌيءَ جي شاهڪار ناولن ۾ ٿئي ٿو. هي ناول حر تحريڪ جي پسمنظر ۾ لکيو ويو هو جنهن جا ڪيترا ڇاپا پڌرا ٿيا آهن ۽ ان جو اردو ترجمو بہ لاهور مان ڇپجي چڪو آهي.

مطالعي جي وسعت ڏيپلائي صاحب جي ذهن ۽ دل مان هر قسم جو تعصب ۽ ڪٽرپڻو ڪڍي ڇڏيو. سندس نظر ۾ هر مظلوم انسان خواه ڪهڙي بہ ملڪ، مذهب، فرقي، ذات ۽ طبقي جو هجي ان جي حمايت بنا ڪنهن ڊپ ڏاٻَ ۽ مصلحت جي ڪرڻي آهي. اهڙيءَ طرح هو ڪڏهن بہ مدي خارج سوچ جو نہ رهيو. معاشري جي هر خاميءَ ۽ اوڻائيءَ خلاف جهاد ڪيائين. سندس ڪتاب گلستان حسن، مصطفيٰ ڪمال، ٽيپو سلطان، شاهدي، نجومي، سچائي موڙي وغيره اهڙيءَ سوچ جي عڪاسي ڪن ٿا.

نون خيالن واري انسان دوست ڏيپلائيءَ پنهنجي مطالعي ۽ مشاهدي کي پڙهندڙن آڏو آڻڻ لاءِ 'اسلاميہ دارالاشاعت' سان گڏ 'اداره انسانيت' قائم ڪيو ۽ ماهوار 'انسان' جاري ڪري، جديد ادب جا عمدا ڪتاب 'چار ڏاٽا'، 'ماڻهو ۽ ڌرتي'، 'آمريڪي شاعر'، 'ڏکڻ مان سج ٿو اُڀري' (ترجمو)، 'امڙ' (ترجمو)، 'هاريءَ جي سجاڳي' ۽ دکن جا مجاهد'، پيغام لطيف (جي. ايم. سيد) وغيره شايع ڪيائين.

ڏيپلائي صاحب سماجي ۽ سياسي مسئلن جي نشاندهي ڪندي ننڍا وڏا 14 ناٽڪ لکيا. سندن پهريون ناٽڪ 'غيرت عرف نورجهان جو پٽ' 1941ع ۾ شايع ٿيو. ناٽڪ ۾ جهانگيري عدل ۽ مذهبي پاسداريءَ جا موضوع کنيل هئا. ساڳئي سال تعليم جي موضوع تي 'سچائي موڙي' ناٽڪ قلمبند ڪيائين. سياسي صورتحال تي روشني وجهندڙ سندس ٻہ طويل ڊراما 'ڪانگريسي جار' ۽ 'ڪانگريس' سن 1945ع ۽ 1946ع ۾ ڇپجي پڌرا ٿيا. 'ڪانگريسي جار' ۾ 1937ع وارين چونڊن کان پوءِ مسلم اقليتي علائقن ۾ ڪانگريس جي پاليسين تي طنز ۽ مزاح ۾ تنقيد ٿيل آهي. سن 1948ع ۾ ڇپيل سندس ناٽڪ 'شاهدي' ۾ ڪورٽن ۾ ڪوڙين شاهدين ۽ پيشہ ورن شاهدن کي طنز ۽ مزاح ذريعي وائکو ڪيو ويو آهي. هي ناٽڪ 1956ع ۾ وڌائي ۽ سڌاري سہ ماهي 'مهراڻ' ۾ ڇاپيو ويو. هن ناٽڪ کي غير معمولي پذيرائي ملي. هي ناٽڪ بمبئيءَ مان نڪرندڙ 'سنڌو' رسالي ۾ بہ شايع ٿيو ۽ حيدرآباد ۾ 1980ع ۾ منعقد ڪيل 'سنڌي ناٽڪن جي هڪ صدي' واري تاريخي جشن ۾ صديءَ جي اهم ناٽڪن ۾ شامل ڪري اسٽيج ڪيو ويو. 1949ع ۾ ڇپيل 'اسلام تي مقدمو' ناٽڪ ۾ نام نهاد اسلامي نظام کي وائکو ڪيو ويو آهي. 1948ع ۾ لکيل ناٽڪ 'نجوميءَ' ۾ ويساهه وسوڙلن جو نجومي ٺڳن هٿان بيوقوف بڻجڻ جو احوال ڏنو ويو آهي. سن 1956ع ۾ ڪڇي ۽ ٽري سنڌيءَ ۾ لکيل سندس شرڪ خلاف لکيل ناٽڪ 'واپيڙو' سماهي مهراڻ ۾ ڇپيو. ساڳئي سال هالا ادبي ڪانفرنس ۾ لاهور ۾ ويٺل سنڌ جي حالتن کان اڻواقف ۽ بيپرواهه حاڪمن کي طنز جو نشانو بنائيندڙ ناٽڪ 'ڏڪار' پيش ڪيائين. 1957ع ۾ لکيل سندس ناٽڪ 'ڊاڪٽر' ۾ ڏيکاريل آهي تہ ڊاڪٽرن جي غير همدردانہ رويي سبب اقليتي فرقي جا ماڻهو پنهنجن کان مايوس ٿي غيرن جي مدد وٺڻ تي مجبور ٿين ٿا. 60-1959ع ۾ ايوبي دور جي بنيادي جمهوري نظام بابت لکيل ناٽڪن 'آزاد چونڊ' ۽ 'پنچائتي پدمڻي' ۾

عوام جي اميدن ۽ انهن جي راهه ۾ آيل رڪاوٽن کي موضوع بڻايو ويو. ڊرامه 'مرزا جاني بيگ' ۾ سنڌ ۾ ارغونن جي دور جي ظلمن جي عڪاسي ڪيل آهي. ڏيپلائي صاحب پنهنجي آخري ڊرامي 'بي وقتي ٻانگ' ۾ عباسي دور ۾ انصاف حاصل ڪرڻ جي طريقي جو ذڪر ڪيو آهي. هن ۾ 1957ع ۾ لکيل طويل ناٽڪ 'ڪورٽ' ۾ عدالتي نظام جي اوڻاين جو ورجاءُ ڪيل آهي.

ڏيپلائي صاحب جي ڇپيل ڪتابن جو تعداد 150 کان مٿي آهي ۽ جيڪڏهن اهو سمورو مواد جيڪو مختلف رسالن، خاص ڪري هفتي وار 'انسان' ۾ ڇپيل افسانن، ايڊيٽوريلن، ڪالمن ۽ مضمونن وغيره کي شامل ڪيو وڃي ته انهيءَ تعداد ۾ ڪافي اضافو ٿي سگهي ٿو. سندس قلمي پورهيو ويهين صديءَ ۾ مرزا قليچ بيگ کان پوءِ وڏي ۾ وڏو قلمي پورهيو سمجهيو ويو آهي. مرزا صاحب هر موضوع تي سنڌيءَ ۾ مواد پيش ڪري، سنڌي ٻوليءَ جي. بي بها خدمت ڪئي، جڏهن ته ڏيپلائي صاحب معاشري جي اصلاح لاءِ مزاحمتي ۽ مقصدي ادب تخليق ڪيو. ان کان سواءِ ڏيپلائي صاحب ڏهاڪو کن درسي ڪتابن ۾ به مواد ڏنو. سڀ کان وڏي خصوصيت، جنهن ڏيپلائيءَ کي امتياز ۽ فوقيت بخشي، سا آهي سندس اوهام پرستيءَ ۽ شرڪ خلاف بغاوت ۽ مسلسل جهاد. سندس طبيعت ۾ اها بغاوت مشهور موحد مبلغن مولانا عبدالرحيم پچمي ۽ مولانا حاجي احمد ملاح وغيره جي تعليمات سان پيدا ٿي. انهيءَ موضوع تي هن بيشمار افسانا، مضمون ۽ ناول قلمبند ڪيا.

ڏيپلائي صاحب 1941ع کان پنهنجي وفات تائين چاليهه سال عملي طرح صحافت سان وابسته رهيو. سندس صحافت هميشه مجاهدانه رهي. هن سنڌي سماج جي سمورن استحصالي طبقن، بدعتن، جاهلانه ريتن رسمن خلاف مسلسل احتجاج جاري رکيو ۽ عوام جي ذهني تربيت ڪئي. ماهوار عبرت جو اجراءِ اپريل 1941ع ۾ ٿيو. آگسٽ 1944ع ۾ عبرت کي هفتيوار ڪيائين ۽ 1955ع کان اها روزانه اخبار ٿي، جيڪا آگسٽ 1957ع ۾ قاضي برادران جي حوالي ٿي ۽ هن وقت به انهيءَ جو شمار پاڪستان جي اهم سنڌي اخبارن ۾ ٿئي ٿو. ڏيپلائي صاحب 1953ع ۾ ماهوار 'انسان' جاري ڪيو. مئي 1959ع ۾ 'هفتيوار انسان' جي شروعات ڪيائين. هي رسالو ڏيپلائي صاحب جي ترقي پسندانه قوم پرستيءَ واري سوچ جو ترجمان ٿي اُڀريو. سماجي اوڻاين ۽ ڏاڍاين جي تذڪرن سان گڏ رسالي ۾ سنڌي عوام جي ذهني تربيت لاءِ انساني ارتقا بابت سائنسي نظريي جي آسان زبان ۾ تشريح، شرڪ خلاف مضمون ۽ افسانا، سنڌي تهذيب ۽ زبان تي ٿيندڙن اگراين خلاف جهاد، جديد ادبي نظرين کان آگاهي، ٻارن جا صفحا، عورتن لاءِ صفحا، فلمي صفحا، دنيا جهان جون خبرون، انهن تي تنقيد ۽ تبصرا، مطلب ته هر لحاظ کان هي هڪ جامع رسالو هو. اهم موضوعن تي انسان جا خصوصي نمبر پڻ نڪتا، جن ۾ ابراهام لنڪن، لوممبا، ٽالسٽاءِ، سچل سرمست، ڀٽائي، عيد ميلاد، سنڌ مدرسه نمبر وغيره شامل هئا. هن رسالي تي فيبروري 1961ع ۾ گورنمينٽ طرفان بندش وڌي وئي. 1957ع ۾ ڏيپلائي صاحب ڪجهه عرصي لاءِ سنڌي ادبي بورڊ جي ٽه ماهي مخزن مهراڻ جو مئنيجنگ ايڊيٽر ٿيو. 1970ع ۾ هن روزنامه 'سنڌ ٽائيمز' جاري ڪئي، جيڪا سندس وفات تائين هلندي رهي. هن سيپٽمبر 1978ع کان ماهوار 'ساڻيهه ڊائجيسٽ' شروع ڪيو، جيڪو سندس وفات تائين جاري رهيو. ڏيپلائي صاحب جي دوستن، اديبن ۽ عالمن سان خط و ڪتابت ٿيندي رهندي هئي. هفتيوار ۽ ماهوار عبرت ۾ علمي، ديني ۽ سياسي سوالن جا جواب به ڏيندو هو. ڪيس خط و ڪتابت جمع ڪرڻ جي ضرورت محسوس نه ٿي، البت سندس محمد ابراهيم جويي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، رئيس ڪريم بخش نظاماڻي، جي. ايم. سيد، پير حسام الدين راشدي سان خط و ڪتابت جاري رهي، جن مان سندس خط نگاريءَ جي نرالي طرز نگارش معلوم ٿئي ٿي.

اسلامي تعليم ۽ تشريح تي ڏيپلائي صاحب کي وڏو عبور هو ان ڏس ۾ هن قرآن شريف جو با محاوره ۽ سليس ترجمو ترتيب ڏئي جديد طريقي سان 1949ع ڌاري ڇپايو ان کان سواءِ ڪيترائي ديني ڪتاب لکي ۽ لکرائي شايع ڪرايا، جن ۾ مولانا حاجي احمد ملاح جا توحيدي شاعريءَ وارا مجموعا، سندس نظم ۾ قرآن شريف جي شروعاتي پاره الم ۽ پاره سيقول جا ترجما، انتخاب صحيح بخاري، سنڌي ترجمي سان (علامه وفائيءَ سان گڏ)، قرآني دعائون، قرآني خزانو صداقت القران، مطالب القران، ارشاد القران وغيره شامل آهن. لطيفيات جي موضوع تي به ڏيپلائي صاحب گهڻو ڪم ڪيو. 1945ع ڌاري ڪيس شاهه ڏانهن منسوب ڪلام ۾ ڪافي بيت اسلامي تعليمات جي خلاف نظر ۾ آيا، جيڪي سندس خيال ۾ ڪن ٻين جا هئا، جيڪي ڀٽائي صاحب جي نالي منسوب هئا. اهڙا بيت هن هفتيوار عبرت ۾ ڏيڻ شروع ڪيا، جيڪي پوءِ 'ڪکر ۾ ڪڙو' جي نالي سان ڪتاب ۾ گڏ ڪري ڇپايا ويا. اڳتي هلي 1950ع ڌاري شاهه جي ڪلام جو هڪ جامع نسخو ڇپايائين، جنهن ۾ گهڻي ۾ گهڻا بيت ۽ سُر شامل هئا. سندس خيال هو ته شاهه جي ڪلام ۾ ڌارين ڪلام جو هجڻ کان انڪار نٿو ڪري سگهجي، پر اهو ڪلام ضايع به نه ڪرڻ گهرجي. هن 1963ع ۾ شاهه جي رسالي جو پاڪيٽ سائيز ايڊيشن پڻ ڇپرايو. انهيءَ رسالي جو نئون ايڊيشن تازو ئي مارڪيٽ ۾ آيو آهي.

نفسيات جي موضوع تي ڏيپلائي صاحب ٽي ڪتاب ترجمو ڪري شايع ڪيا. ڊاڪٽر صادق جي اردو ڪتاب 'زندگي تابندگي' جو سنڌي ترجمو 'چمڪندڙ زندگي'، ڊيل ڪارنيگيءَ جي ڪتاب جو ترجمو 'راحت ڀري زندگي' ۽ هڪ ٻيو ترجمو 'بهتر زندگي' پڻ شايع ڪيائين.

اردودانن کي سنڌي سيکارڻ لاءِ 'سنڌي استاد' ۽ سنڌين کي اردو سيکارڻ لاءِ 'اردو استاد' ڪتاب به لکيائين.

ڏيپلائي صاحب شاعري به ڪئي. ابتدائي روايتي عشق ۽ فراق جي موضوع واري شاعري سندس ڊرامن ۾ استعمال ٿي. پنجاهه جي ڏهاڪي کان پوءِ طنزيه ۽ سياسي شاعري به ڪيائين. ڪيس اردو، هندي ۽ فارسي شاعريءَ جو وڏو مطالعو هو جن جو موقعي ۽ محل سان استعمال ڪندو هو.

تنقيدنگاريءَ ۾ ڏيپلائي ڪافي ڪم ڪيو انهيءَ ڏس ۾ 'بقول اياز' جو مهاڳ ۽ ٽه ماهي مهراڻ ۾ چاليهارو ڪتابن تي سندس تبصرا ڇپيل آهن.

ڏيپلائي صاحب سٺو ڪالم نگار به هو. پنهنجي اخبارن، ماهوار، هفتيوار ۽ روزانه عبرت کان سواءِ روزنامه 'هلال پاڪستان'، روزنامه 'نواءِ سنڌ' ۽ قاضي برادران واري 'عبرت' ۾ مختلف قلمي نالن سان سندس ڪالم ڇپبا

ڏيپلائي، محمد عثمان



محمد عثمان ڏيپلائي اسڪول حيدرآباد

هئا. هفتيوار ’انسان‘ ۾ سندس ڪالم ’نرالا نظارا‘ ۽ ’گامونءَ جا ڳڻتا‘ نهايت مقبول ٿيا. جنگ اردوءَ ۾ به سندس ڪجهه ڪالم شايع ٿيا. سندس تحقيقي مضمون، هفتيوار ’انسان‘، هفتيوار ’عبرت‘، ماهوار ’نئين زندگيءَ‘ ۾ ڇپيا. شخصيتن/ سوانح حيات جي موضوع تي ڏيپلائي صاحب ڊزن کن ڪتاب ۽ مضمون لکيا، جن ۾ سيرت محمدي (صلي الله عليہ وسلم)، سيرت الرسول (صلي الله عليہ وسلم)، سيرت الحيدر (ڪرم الله وجهہ)، سيرت الصديق (رضي الله تعاليٰ عنہ) سيرت الفاروق (رضي الله تعاليٰ عنہ) ، سيرت الفاطمہ (رضي الله تعاليٰ عنہ)، سيرت امام حسن (رضي الله تعاليٰ عنہ)، سيرت الحسين (رضي الله تعاليٰ عنہ)، شاه جيلان (رحمت الله عليہ)، وهابين جو بابو (محمد بن عبدالوهاب) شامل آهن.

ان ڪانسواءِ سائين جي. ايم. سيد، ٽالسٽاءِ، ابراهام لنڪن ۽ لوممبا جي حياتيءَ تي مضمون ۽ پنهنجي ابتدائي آتم ڪٿا ’ٽنڊڙو ماڻهو ننڍڙيون ڳالهيون‘ پڻ لکيائين. انقلابي ۽ قومپرستيءَ واري سوچ ۽ استحصالي قوتن سان مسلسل مزاحمت واري پاليسيءَ جي ڪري مالي نقصانن کان سواءِ ڏيپلائي صاحب کي ٽي ڀيرا جيل ياترا ڪرائي وئي. پهريون ڀيرو 1958ع ۾ حيدر بخش جتوئي ۽ قاضي فيض محمد سان گڏ حيدرآباد ۽ لاهور جي شاهي قلعي ۾ (جتي سندس ملاقات فيض احمد فيض، دادا هميش گل ۽ ٻين انقلابي سوچ رکندڙن سان ٿي)، ٻيو ڀيرو سن 1961ع ۽ ٽيون ڀيرو 1976ع ۾ وقت جي وزيراعليٰ جي مرشدن خلاف ڪتاب ’شيخ المشائخ‘ لکڻ تي حيدرآباد ۽ سکرجيل ۾ ٿي. ڏيپلائي صاحب تي جتي سرڪاري عتاب نازل ٿيندا رهيا، اُتي سندس عزت افزائي ۽ قدرداني به ٿيندي رهي. سندس پهرئين ڪتاب ’قرآني دعائون‘ کي سنڌي مسلم ادبي سوسائٽيءَ طرفان 1934ع ۾ انعام ڏنو ويو 1942ع ۾ سنڌي ادب جي صلاحڪار بورڊ طرفان ’امڙ‘ (ترجمو) تي، 1963ع ۾ ’سانگهڙ‘ (ناول) تي پاڪستان رائيٽرز گلڊ طرفان ۽ ’انقلاب ايران‘ کي 1980ع ۾ بهترين سنڌي ناول جو اعزاز مليو.

ڏيپلائي صاحب کي وفات کان پوءِ 2004ع ۾ حسن ڪارڪردگيءَ جو صدارتي اوارڊ ڏنو ويو انهيءَ کان سواءِ قاسم آباد ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ اهم روڊ ساڻس منسوب ڪيا ويا آهن. انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سنڌ ميوزيم ۽ اڪيڊمي ادبيات پاڪستان ۾ سندس نالي سان ڪارنر ۽ گيلريون قائم ٿيون آهن. سنڌ ثقافت کاتي طرفان سندن سماجي خدمتن تي لکيل سندس نياڻي ثريا سوز ڏيپلائيءَ جي پي. ايڇ. ڊي ٿيسز شايع ڪئي وئي آهي. اڪيڊمي ادبيات پاڪستان سندس شخصيت ۽ فن تي اردوءَ ۾ پروفيسر آفاق صديقيءَ جو لکيل ڪتاب شايع ڪيو آهي. تاج جويي سندس خدمتن تي ’بيباڪ صحافي ۽ انسان دوست اديب‘ ڪتاب ترتيب ڏنو آهي، جيڪو سنڌ ماڻڪ موتي تنظيم طرفان ڇپايو ويو آهي. سندس اولاد طرفان ’محمد عثمان ڏيپلائي ٽرسٽ‘ قائم ڪيل آهي، جنهن جو چيئرمين سندس وڏو فرزند محمد علي ڏيپلائي آهي. ٽرسٽ طرفان حيدرآباد ۾ ثقافتي ۽ علمي اسڪول سينٽر قائم ٿيو آهي. سنڌ تعليم کاتي طرفان ڏيپلي ۾ 1912ع ۾ پرائمري اسڪول (جنهن ۾ ڏيپلائي صاحب تعليم حاصل ڪئي هئي) ڏيپلائي صاحب جي نالي منسوب ڪندي انهيءَ جو نالو ’گورنمينٽ محمد عثمان ڏيپلائي بوائز پرائمري (مئن) اسڪول‘ نالو رکيو ويو. ساڳيءَ طرح ’شهباز‘ ڊائجسٽ جا ٻه خصوصي شمارا، روزنامہ عبرت جا




ڪيترائي خصوصي شمارا پڻ شايع ٿيندا رهيا آهن. ڏيپلائي صاحب جي ’اسلاميہ پرنٽنگ پريس‘ سندس ڪتابن جي اشاعت کان سواءِ سنڌي ادب جي اشاعت جي سلسلي ۾ هڪ وڏي اداري جو ڪردار ادا ڪيو. ڏيپلائي صاحب ڪيترن ئي ادارن جو باني هو جنهن ۾ اسلاميہ دارالاشاعت، اداره اشاعت اسلاميہ پرنٽنگ پريس، قرآن پريس، اسلاميہ پرنٽنگ پريس، اداره لطيفي، ڏيپلائي اڪيڊمي، اداره تبليغ، قرآن و حديث وغيره شامل آهن. هو ڪيترن جماعتن ۽ انجمن جو سرگرم رڪن رهيو انهن ۾ خاڪسار جماعت، جماعت اسلامي، پاڪستان پيپلز پارٽي ۽ نيشنل عوامي پارٽي وغيره شامل آهن. انهيءَ کان سواءِ هو ’انجمن مديران جرائد، سنڌ‘ جو باني صدر هو سنڌي ادبي سنگت جو پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ انتهائي سرگرم رڪن هو سنگت جون ڪيترين ئي گڏجاڻيون سندس پريس تي ٿينديون هيون. ان کان سواءِ هو پاڪ سويت ثقافتي انجمن ۽ پاڪستان رائيٽرز گلڊ جو رڪن پڻ هو.

هن ڪيترائي سير ۽ سفر ڪيا، جن ۾ هندستان جا شهر: جوڌپور، ڪالڪ ۽ ڏرمپور ڪانسواءِ صوبه سرحد، تورخم تائين ۽ آمريڪا شامل آهن.

ڏيپلائي صاحب ٻه شاديون ڪيون. پهرين شادي سن 1926ع ۾ 18 ورهين جي ڄمار ۾ صفيه ٻائيءَ سان ڪيائين، جنهن مان هڪ نياڻي ٿي. پهرين زال جي وفات کان پوءِ 1930ع ڌاري ٻي شادي سڪينه ٻائيءَ سان ڪيائين. جنهن مان کيس جهجهو اولاد ٿيو جن ۾: ڊاڪٽر حبيب الرحمان، عبدالرحمان ڏيپلائي ۽ نياڻين ۾ ملڪ خانم، عائشه خانم، ڊاڪٽر ثريا سوز، زينت ياسمين ۽ فاطمه فرحت شامل آهن.

ڏيپلائي صاحب، جي. ايم. سيد، شيخ اياز ۽ محمد ابراهيم جويي سان خاص محبت رکندو هو ۽ سندن سوچ سان هم آهنگ هو.

ڏيپلائي صاحب 7 فيبروري 1981ع تي حيدرآباد، سنڌ ۾ وفات ڪئي. سندس مزار شاهه مکي (حيدرآباد ڪئنٽونمينٽ) واري مقام ۾ آهي.

**ڏيپلائي، محمد علي:** نامور اديب ۽ صحافي ۽ دانشور محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو وڏو فرزند محمد علي ڏيپلائي، 21 آڪٽوبر 1940ع تي آبائي ڳوٺ ڏيپلي، ضلعي ٿرپارڪر ۾ پيدا ٿيو. پنجن ورهين جي ڄمار ۾ هڪ



ديني مدرسي ۾ ابتدائي قرآني تعليم حاصل ڪيائين. اڳتي هلي مختلف پرائمري ۽ سيڪنڊري اسڪولن ۾ تعليم حاصل ڪيائين. ڪلاس ۾ هميشه پهريون نمبر رهيو ۽ اسڪالرشپون به حاصل ڪيائين. 1958ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول حيدرآباد جي شاگرد طور سنڌ يونيورسٽيءَ مان مئٽرڪ فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪيائين. آڪٽوبر 1958ع واري مارشل لا دور ۾ محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي گرفتاريءَ کانپوءِ سندس سموريون خانداني ۽ ڪاروباري ذميواريون ڪيس سنڀالڻيون پيون، جنهنڪري سائنس جي تعليم ڇڏي، آرٽس ۾ تعليم جاري رکيائين. 1964ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان بي. اي آنرز (اقتصاديات) فرسٽ ڪلاس فرسٽ ۾ پاس ڪيائين. شروعات ۾ ڪجهه عرصو يونائيٽيڊ بئنڪ (آفيسر گريڊ II) ۽ ايسٽرن فيڊرل انشورنس ڪمپنيءَ ۾ (ايگزيڪيوٽو آفيسر) طور ملازمت ڪيائين. 1966ع ۾ مرڪزي اعليٰ ملازمتن وارو امتحان (سي. سي. ايس) پاس ڪري مختلف اهم سرڪاري عهدن تي فائز رهيو جن ۾ ڊپٽي سيڪريٽري وزارت تجارت، ڪنٽرولر آف امپورٽس اينڊ ايڪسپورٽس، ڊائريڪٽر ايڪسپورٽ پروموشن بيورو، جنرل مئنيجر ڪاٽن ايڪسپورٽ ڪارپوريشن، ڊائريڪٽر فنانس سيڪيورٽي پرنٽنگ ڪارپوريشن آف پاڪستان، ڊائريڪٽر پاڪستان انشورنس ڪارپوريشن ۽ چيئرمئن بلوچستان ڊيولپمينٽ اٿارٽي رهيو. پرڏيهي تقررين دوران ايران ۽ ڊينمارڪ (ناروي، سويڊن ۽ فن لئنڊ سميت) ۾ پاڪستان جي سفارتخانن ۾ ڪمرشل ڪائونسلر شامل آهن. آڪٽوبر 2000ع ۾ ڊائريڪٽر جنرل پورٽ قاسم اٿارٽيءَ جي عهدي تان رٽائر ٿيو. ادبي، سماجي ۽ سياسي ادارن سان هميشه سندس گهرو سنبنڌ رهيو، جن ۾ سنڌي ادبي سنگت، پاڪستان رائيٽرز گلڊ ۽ انجمن مديران جرائد سنڌ جو ميمبر رهيو. وزيراعظم پاڪستان طرفان آگسٽ 2012ع ۾ ڪوئيل تعليمي ڪانفرنس ۾ سنڌ جي نمائندي طور شرڪت ڪيائين. ننڍيءَ عمر کان وٺي پنهنجي والد جي همت افزائيءَ سان صحافت ۽ ادب ۾ گهري دلچسپي ورتائين. 1959ع ۾ هفتيوار 'انسان' جي معاون ايڊيٽر طور ڪم ڪيائين. 1960ع ۾ ٻارن لاءِ هڪ ڪتاب 'چمڪن تمڪن تارڙا' ترتيب ڏئي شايع ڪرايائين. ساڳئي دؤر ۾ ڪرشن چندر جي اردو ناول 'اُلٽا درخت' ۽ ڪارلو ڪولوڊيءَ جي انگريزي ناول 'پنوڪيو' جا ترجما ڪيائين. سندس علمي ۽ ادبي ڪالم 'جيڪي مون پڙهيو' عنوان سان روزنامه 'عبرت' ۾ ڪافي عرصو شايع ٿيندا رهيا. انگريزي اخبار 'ڊان' ۾ مختلف اقتصادي، ثقافتي ۽ سماجي معاملن تي سندس خط پڻ ڇپبا رهيا آهن. سندس رجحان تحقيق ڏانهن مائل رهيو آهي. سندس تحقيقي مضمونن ۾ 'صدر ايوب جي ٺاهيل تعليمي ڪميشن جي تجويزن تي سنڌي قوم جو رد عمل'، ون يونٽ خلاف محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو سرجيل ادب ۽ ٻيا شامل آهن. سندس اڪثر تحقيقي مضمونن ۾ محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي علمي ادبي پورهئي ۽ ان دؤر جو سماجي ۽ علمي پسمنظر شامل آهي. کيس سنڌي، اردو، انگريزيءَ کان سواءِ عربي، فارسي ۽ ڊينش ٻولين جي چڱي ڄاڻ آهي. سندس شادي 1961ع ۾ ٿي. سندس رفيقه حيات جي وفات 2006ع ۾ ٿي. کيس ٽن نياڻين جو اولاد آهي.

**ڏيپلو (شهر):** ٿرپارڪر ضلعي جي تعلقي ڏيپلي جو مرڪزي ٽائون/ شهر. جيڪو اٽڪل هڪ چورس ميل تي ٻڌل آهي. هن شهر جي اُتر ۾ ڀاڄ واري پٽ ۽ کيرسر ترائي، ڏکڻ ۾ هني واهه، اوڀر طرف سيد ٺارو شاهه جي ٻڪرين جو وٿاڻ ۽ گوليمار ۽ اولهه طرف سڦوران جي پٽ ۽ وانگڙئي جي ڪَڏَ آهن.



800ع ۾ ڪڇ جي راءِ توڙي ڏاڙيلن کان ٿر جي ڏکڻ اوڀر واري علائقي کي محفوظ رکڻ جي رٿابندي ڪندي، مير ٺاري خان، ڏيپي مينگهواڙ جي ڏاٽيءَ واري علائقي ۾ مٽي پاٽيءَ جي موجودگي، قلعي جي تعمير واسطي گهربل واري ۽ مٽي، ويڪري جوءِ جي موجودگي ڏسندي هن علائقي کي پنهنجي فوجي ڇانوڻيءَ لاءِ منتخب ڪيو. ڏيپي ميگهواڙ جي عرض کي اگهائيندي، مير صاحب نئين آباد ٿيل علائقي/ ڳوٺ کي 'ڏيپلو' نالو ڏنو. ڪن صاحبن جو خيال آهي ته 'ڏيپلو' ٻن هندي لفظن 'ديپ' يعني ڏيئو يا

روشني ۽ ’لوءِ‘ يعني ڳوٺ جو مرڪب آهي، جنهن جي معنيٰ ٿئي ٿي ’روشنيءَ وارو ڳوٺ‘. مير ٺاري خان ڊيپلي جي اوپر ۾ هڪ ڪچو قلعو يا ’گڍ‘ ٺهرائي اتي پنهنجو سپاهه رکيو هو.

مير صاحب جي مشوري تي پرپاسي جي ڳوٺن ۾ رهندڙ ميمڻن ڊيپلي ۾ منظم طريقي سان رهائش اختيار ڪئي ۽ واپار واسطي بازار ٻڌائون. ڪين سپاهه جي سيڌي وغيره جي مهيا ڪرڻ جا ٺيڪا پڻ مليا. مير ٺاري خان طرفان مهيا ڪيل سلامتيءَ ۽ ٻين سهوليتن ملڻ ڪري ڊيپلي تيزيءَ سان ترقي ڪئي. آس پاس جي ٻين ڳوٺن مان مختلف قبيلن پڻ اُتي اچي رهائش اختيار ڪئي، جن ۾ لهاڻا، ميمڻ، مهيشوري، گرڙا، مينگهواڙ، ڪولهي، ٻجير، جوڻيجا، حجام، لنگها، ڪاريا، ڪلر، ڪنڀر، سومرا، پاڙها، سوٿهڙ وغيره شامل آهن. انگريزن جي اوائلي دؤر ۾ ٿرجي ٻين تعلقي سان گڏ ڊيپلو پڻ انتظامي طور ڪڇ سان سلهاڙيو ويو. 1856ع ۾ ٿر جي ٻين تعلقن سان گڏ ڊيپلو هڪ دفعو وري سنڌ ۾ شامل ڪيو ويو. ٿر جهڙي پوئتي پيل علائقي ۾ هجڻ باوجود ڊيپلو شروعات کان ئي ترقي پذير رهيو آهي. هن شهر جي رستن ۽ گهٽين کي سرن سان پڪو ڪرڻ، گندي پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ زير زمين نالين جي تعمير ۽ برساتي پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ ڊرينيج سسٽم جي تعمير جي ڪم جي شروعات 1935ع ۾ ٿي ۽ انهيءَ کي سنڌارڻ ۽ وڌائڻ جو عمل مستقل هلندو رهيو آهي. 1973ع ۾ ڊيپلي کي جنريٽر ذريعي بجلي مهيا ڪئي وئي ۽ اڳتي هلي واپڊا طرفان گرڊ اسٽيشن پڻ قائم ٿي. ڊيپلو تعليمي لحاظ کان پاڪستان ۾ هڪ مثالي شهر سڏجي ٿو. 1886ع ۾ هتي پهريون پرائمري اسڪول کليو. 1912ع ۾ پرائمري اسڪول لاءِ خصوصي عمارت ٺهي، جا اڃا تائين قائم آهي. 2008ع ۾ انهي اسڪول کي سنڌ حڪومت، مشهور اديب، صحافي ۽ ڊاڪٽر محمد عثمان ڊيپلائيءَ جي نالي سان منسوب ڪري انهيءَ تي ’گورنمينٽ محمد عثمان ڊيپلائي پرائمري اسڪول‘ نالو ڏنو. انگريزي اسڪول (ٽن درجن تائين) 1930ع ۾ شروع ٿيو جيڪو 1937ع ۾ وڌي اي وي ۽ 1944ع ۾ هاءِ اسڪول ٿيو. نياڻين لاءِ انگريزي ڪلاس 1957ع ۾ شروع ٿيا، مڊل اسڪول 1969ع ۾ ۽ هاءِ اسڪول 1975ع ۾ شروع ٿيو هن وقت شهر ۾ ڇوڪرن واسطي ڏهه ۽ ڇوڪرين واسطي ست پرائمري اسڪول قائم آهن. انهيءَ کان سواءِ هاءِ اسڪول ۽ هڪ انٽرميڊيٽ ڪاليج ۽ هڪ هنري اسڪول پڻ موجود آهن.

صحت جي شعبي ۾ لوڪلبورڊ طرفان 1916ع ۾ هتي هڪ ننڍڙي اسپتال قائم ڪئي وئي. 1976ع ۾ تعلقي هيڊ ڪوارٽر اسپتال قائم ٿي ۽ 1988ع ۾ ويٽرنري اسپتال پڻ وجود ۾ آئي.

تعليم ۽ اعليٰ تعليم يافته فردن جي حوالي سان ڊيپلو ملڪ ۾ مثالي حيثيت رکي ٿو هتي جي پڙهيل شخصيتن زندگيءَ جي هر شعبي ۾ پنهنجي ڪاميابين ۽ ڪارڪردگي جي ڪري تمام مٿاهين حيثيت حاصل ڪئي آهي. انهن ۾ ڊاڪٽرن، انجنيئرن، وڪيلن، تعليمي ماهرن ڪانسواءِ پبلڪ سروس ڪميشن طرفان ورتل مقابلي جي امتحانن ۾ ڪاميابي حاصل ڪري ڊسٽرڪٽ مئنيجمينٽ ڪسٽمس، ٽيڪسيشن ۽ فارين سروس ۾ وڏي تعداد ۾ داخل ٿيندڙ اچي وڃن ٿا. صحافت ۽ ادب جي ميدان ۾ ناموري حاصل ڪندڙن ۾ محمد عثمان ڊيپلائي، ڊاڪٽر ثريا سوز ڊيپلائي ۽ محمد عثمان اديب شامل آهن. محمد عثمان ڊيپلائيءَ کي ادب ۽ صحافت جي شعبي ۾ صدارتي اعزاز 2004ع ۾ وفات کان پوءِ مليو جڏهن ته ثريا ’سوز‘ کي ڊيپلائي صاحب جي حياتيءَ تي تحقيقي مقالو لکڻ تي پي. ايڇ. ڊي جي ڊگري ملي.

ڪاروباري ۽ صنعتي ميدانن ۾ ڊيپلي جي ميمڻن وڏيون ڪاميابيون ماڻيون آهن. سندن ڪاروباري آفيسون ڪراچي ۽ ٻين وڏن شهرن ڪانسواءِ دبئي، سعودي عرب، انگلينڊ، آمريڪا وغيره ۾ موجود آهن. مشهور زمانه ’مهراڻ‘ مصالحا گڏريل 25 سالن کان پاڪستان مان برآمدي اوارڊ حاصل ڪندا رهيا آهن. ڊيپلي جو هڪ واپاري ۽ صنعتڪار سيٺ عبدالرزاق ميمڻ، حيدرآباد چيمبر آف ڪامرس جو صدر رهي چڪو آهي. ڊيپلي جي آباديءَ 1998ع ۾ ڏهه هزار هئي، جيڪا هاڻ وڌي هڪ اندازي موجب پندرنهن هزارن تائين پهتي آهي. اعليٰ تعليم ۽ ڪاروبار جي ڪري ۽ 1971ع واري جنگ جي نتيجي ۾ ڊيپلي مان ميمڻ برادري تقريباً مڪمل طور لڏي چڪي آهي، پر انهيءَ خال کي آسپاس جي ڳوٺن مان مختلف برادرين اچي پُر ڪيو آهي. سياسي ميدان ۾ به ميمڻ برادري اڳيري رهي آهي. هن برادريءَ صوبائي اسيمبليءَ ۽ سينيٽ ۾ ميمبر چونڊيا ۽ صوبائي صلاحڪار جو عهدو پڻ هٿ ڪيو.

**ڊيپلو (تعلقو):** ضلعي ٿرپارڪر جو هڪ تعلقو جيڪو ڪڇ جي رڻ لڳ، اٽڪل 1600 چورس ميلن تي پکڙيل آهي. هن تعلقي جي اُتر ۾ تعلقو ڏگهڙي، اُتر اولاهين ڪنڊ ۾ تعلقو ٽنڊو باگو، اولهه ۾ تعلقو بدين، اوڀر ۾ تعلقو مٺي ۽ ڏکڻ طرف ڪڇ جو رڻ آهن. تعلقي جي اُترئين حصي ۾ سنئون پٽ آهي، جنهن کي ’بـراج ايراضي‘ چئبو آهي. هي علائقو هڪ يونين ڪائونسل ڪلوئيءَ تي مشتمل آهي،




جنهن ۾ ست ديهون ڍوڍارو، اٺ ڊهو، ڪاڙڪ، پٽارو، سيڙي ۽ ڦانٽ شامل آهن. ٿرجي هيءَ ايراضي آروڪي، جهرمريو، ڪيٽلاري ۽ ڊاپڙو يونين ڪائونسلن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ 38 ديهون آهن. 1998ع ۾ ڊيپلي تعلقي جي آبادي 161880 هئي. ڊيپلي تعلقي ۾ انيڪ ذاتيون رهن ٿيون، جن ۾ ميمڻ، سما، سيد، سومرا، سميجا، مينا، مڱڻهار، نهڙي، نوتيار، راهما، ٻجير، پاڙها، لاشاري، دل، ڪوڪر، درس، ڪاڙڪ، لنجا، ساند، چانڊيا، ڪوسا، رند، پوٽ، جوڻيجا ۽ احمداڻي وغيره شامل آهن. هندو ذاتين ۾ لهاڻا، برهمڻ، سونارا، سوٿهڙ، ٺڪر، ميگهواڙ، ڀيل، ڪولهي، گرڙا، جوڳي، سامي وغيره اچي وڃن ٿا. تعلقي ۾ سماٽ ذاتين جي گهڻائي آهي. جن جي ٻولي لاڙي لهجي واري سنڌي آهي. ڏکڻ وارن جو لهجو ڪڇي آهي ۽ بلوچ گهرن ۾

بلوچي، پرٻاهر سنڌي ڳالهائين. ٺڪر، ميگهواڙ، ڳرڙا ۽ ٻجير ڍاٽڪي ڳالهائين. جيڪا سنڌي، گجراتي ۽ مارواڙي ٻولين جي ڳاڏڙ آهي. ڪولهي پارڪري ۽ ڀنگي مارواڙي ڳالهائين ٿا. انگريزن جي اچڻ بعد 1844ع ۾ مقامي رهواسين جي خواهش تي تعلقو ڏيپلو، ٿرجي ڪجھ ٻين تعلقن سان ڪڇ رياست جي انتظام هيٺ آيو. اهي علائقا 1856ع ۾ وري سنڌ ۾ شامل ڪيا ويا. هن وقت انتظامي لحاظ کان تعلقي ۾ ٽي سرڪل، نَوَ تپا ۽ 43 ديهون آهن. ڏيپلي تعلقي ۾ پٽون ۽ لڪ گهڻا آهن ۽ ڍَهر گهٽ آهن. انهن ۾ ويڙهيجهپ، سجائي، ڪوروڙي، مالهيار، پيلوڙي، ويڙهار، صوبيار، وي ۽ ڇهي وارا ڍهر اهم آهن. ٿرم برسات پوڻ تي پاڻي پٽن ۽ مٿاهينءَ تان لهي، ندين ۽ نين رستي هيٺانهينءَ ۾، جتي مٽيءَ واري سخت زمين هوندي آهي اچي گڏ ٿيندو آهي. پاڻيءَ جي اهڙي ذخيري کي 'ترائي' چئبو آهي. وڏيون ترايون، برسات جي پاڻيءَ سان هڪ وار ڀرجڻ تي اڍائي مهينا ڪن هلي وينديون آهن. تعلقي ڏيپلي جي وڏين ترائن ۾ ويڙهار، سجائي، ڪوروڙي، پيلوڙي، سري، مالهيار، ويڙهيجهپ، ڦاٽوڙ، لکي، ونگڙ ۽ ٻلهياري شامل آهن.

تعلقي ڏيپلي ۾ لوڻ جا سَنَ تمام گهڻا آهن. وڏن ۽ مشهور سنن جو لوڻ پڪو سنو ۽ سوادي آهي، جيڪو ملڪ اندر کپت کان سواءِ ٿوري صفائيءَ ۽ ڪيمائي عمل کان پوءِ ٻين ملڪن ڏانهن موڪلبو آهي. لوڻ جا ڏيپلي تعلقي ۾ ننڍا وڏا 24 سنَ آهن. جن مان ساليانو 11 لک ٽن لوڻ مهيا ٿيندو آهي. ڏيپلي جي اُتر طرف ٻئراج واري علائقي (يونين ڪائونسل ڪلوئيءَ) جي ستن ديهن ۾ آبادي واهن تي ٿئي. خريف ۽ ربيع جي فصل ۾ وونڻ، ڪمند، ٻاجهر، جوئر، مڪئي، ساريون، گوار، ڪڻڪ، چانيو، سرنهن، توريون ٿين. واريا سي ايراضيءَ ۾ پوک جو دارومدار مينهن تي آهي. فصلن ۾ ٻاجهر، گوار، مگ، چونئرا، گدرا وغيره ٿين. تعلقي ۾ ميلا جام ٿين. اهم ميلن ۾ ڳوٺ هيلاريو پير ۾ اولياء رب ڏني جي مزار تي ميلو شامل آهي. روايت آهي ته اولياء رب ڏنو محمود غزنويءَ جي واپسيءَ دوران زخمي هجڻ سبب رستي تي وفات ڪري ويو. انهيءَ کان سواءِ واڃرا، ٻيبي متل، خليفي جمن، سيد ابراهيم شاهه، سائين غلام شاهه، اولياء جرڪس، پاربرهم، 'سيد جمن شاهه' بخاري، مولا ماهي ۽ پير پٺي جا ميلا مشهور آهن. هن تعلقي ۾ ڪيترا شاعر ٿيا، جن مان گلو ميگهاڻو، نوح خُرم، غلام محمد راهو، پير غوث محمد شاهه، علي بخش ڏورت، دوست محمد 'دوست'، مجنون پاڙهو لالو محمد حسن نهڙي، حاجي محمد عثمان 'اديب'، ڊاڪٽر الله ورايو ميمڻ ۽ قاضي حاجي علي محمد مشهور آهن.

ڏيپلي تعلقي جي اديبن ۽ ليکڪن ۾ محمد عثمان ڏيپلائي هند سنڌ ۾ نالو ڪڍيو. هن 150 کان مٿي ڪتاب، سوين افسانا، مضمون، ڪالم ۽ ايڊيٽوريل لکيا. 2004ع ۾ ڪيس صدر پاڪستان طرفان پرائيڊ آف پرفارمنس مليو. هن ماهوار، هفتيوار 'عبرت'، روزانه 'سنڌ ٽائيمز'، ماهوار ۽ هفته وار 'انسان' ۽ ماهوار 'ساٿيهه' ڊائجسٽ جاري ڪيا. انهيءَ کانسواءِ محمد عثمان اديب، ڊاڪٽر ثريا 'سوز'، محمد مشتاق ملواڻي، ڊاڪٽر سعيده شفيق، ڊاڪٽر پروين موسيٰ ميمڻ، آفتاب ميمڻ ۽ محمد علي ڏيپلائي پڻ تحقيقي ادب ۾ سٺو ڪم ڪيو آهي. فنڪارن ۾ مصري ڏيپلائي، مائي ڀاڳي، محمد مصري مڱڻهار، (سُرندي نواز) وڏي مڃتا ماڻي آهي. ڏيپلي شهر کانسواءِ تعلقي ڏيپلي جي ستن ڳوٺن ۾ بيسڪ هيلٿ سينٽر، ڇهن ڳوٺن ۾ اسپتالون ۽ ڳوٺن ۾ وٽرنري جانورن جون اسپتالون آهن.

**ڏيپلو** (ديهه): ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي ڏيپلي جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پرهياري، ڪروڙو، ڪوڙيو پاڏون، ڪونڙيو ڪاري پسايا ۽ گيرڪا.

**ڏيجيءَ جو دڙو**: ڏيجيءَ جو دڙو قومي شاهراهه تي خيرپورميرس شهر کان 15 ميل ڏکڻ ۾ '21 °27 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ '42 °68 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي ڪوٽڏيجي شهر لڳ موجود آهي. هن ڪوٽ جي ماپ 600x400 فوٽ ۽




اوچائي 40 فوٽ ٿيندي. هن ماڳ جي کوٽائي ڊاڪٽر ايف. اي خان جي سربراهيءَ ۾ ٿي. هن کوٽائيءَ لاءِ خيرپور جي هزهائينس 20000 روپيا امداد ڏني هئي. کوٽائيءَ جي شروعات نومبر 1955ع ۾ هڪ مهيني لاءِ ٿي. ٻي کوٽائي آڪٽوبر 1957ع کان ڊسمبر 1957ع تائين هلي. کوٽائيءَ لاءِ ٻه ايراضيون منتخب ڪيون ويون. ايراضي 'A' دڙي جي چوٽي ۽ دڙي جي اپرندي لاهي وٽ، جيڪا 160x40 فوٽ ماپ جي هئي. ٻي ايراضي دڙي جي تري وٽ اپرندي حصي تي، جيڪا 160 فوٽ ڊگهي ۽ 140 فوٽ ويڪري ماپ جي هئي. دڙي جي اپرندي لاهيءَ وٽ ٻهرين کوٽائي 1955ع ۾ ڪئي وئي. دڙي جي ڪنارن کان تري تائين دڙو کوٽي ڏٺو ويو. پرانهيءَ سال کوٽائيءَ دوران دڙي جي وچ مان تري تائين دڙي جي کوٽائي ڪانه ٿي سگهي هئي. هيءُ ماڳ ٻن اهم حصن ۾ ورهايل آهي. هڪ حصو شهرجو جنهن ۾ حڪمران طبقو رهندو هو. ٻيو حصو ٻهرين حصي کان ٻاهرجو جنهن ۾ ڪمي ڪاسبي ۽ عام ماڻهو رهندا هئا. جيئن ته هتان 1957ع واري ٻي کوٽائيءَ دوران هڙپا ثقافت سان گڏ ڪجھ ٻيون وٿون به مليون آهن. جن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

(1) مٿين سنوٽ (Level) جي تهه نمبر 1 کان 16 تائين کوٽائيءَ مان جيڪي وٿون مليون، اهي پڪي (Mature) هڙپائي دور جون هيون.

(2) جيئن ته "3-A" تهه مان نڪتل ثقافتي وٿن ۾ تبديلي محسوس ٿي. هي اهو تهه آهي، جتان کان مٿي دڙي جي چوٽيءَ تائين هڙپائي دور جون وٿون مليون ۽ هتان کان هيٺ نئين قسم جي ٺڪرجي صنعت شروع ٿي، جيڪا تهه نمبر 16 تائين هلي. تهه نمبر 16 ٺڪريءَ تي تري وارو تهه آهي. اهو دڙي جي اوائلي والارو تهه چئبو جوان کان هيٺ ڪابه ثقافتي وٿ نه ملي نه ملندي، جوا تي پاهٺي سطح باقي آهي.

(3) نئين اڻ سڃاتل ٿانون واري تهه کان اڳ سنڌو تهذيب جي دور جو قلعي بند شهر ظاهر ٿيو.

(4) شهر جو ٻاهريون حصو، قلعي بند ايراضيءَ تائين وڌيل هو. جنهن جا ڪجهه حصا هاڻي قومي شاهراهه جي هيٺان ۽ ٻنين ۾ اچي ويا آهن.

(5) اڳ هڙاپائي (Pre Harappan) والارجي ڪٽيءَ (Deposit) جو ٿلهو تهه نشاندهي ڪري ٿو ته اهو خطو موهين جي دڙي واري ثقافت رکندڙ ماڻهن کان مختلف ماڻهن جي والار هيٺ هو جيڪي هڙپائي دور جي ماڻهن جي اچڻ کان 3 صديون کن اڳ نهايت مهذب ۽ خوشحال زندگي گهاريندڙ هئا.

(6) اتان جي رهاڪن وٽ ساديون، پر سنيون ۽ مضبوط ڪچيون جايون ۽ پٿر جي بنياد سان اڏڻ جو نظام هو. هو ٿانون چڪ تي لاهيندا هئا. جن جو ڪنهن به طرح موهن جي دڙي جي ٿانون سان ميل ڪونه هو. هنن وٽ پٿري اوزار ٺاهڻ جا ڪارخانا هئا، جتي هوڏقا، تيرن جا ڦر ۽ اٽيون وغيره ٺاهيندا هئا. اهي پاهٽي اوزار ڪوٽڏيجي ٺڪرائي سان گڏ مليا آهن. انهن وٽ شين ٺاهڻ جو پنهنجو هنر ۽ انداز هو.

(7) ڪوٽڏيجي وارن ڪافي عرصي تائين شهري ايراضيءَ کي پنهنجي والار هيٺ رکيو. چوته ان قسم جي والار جا 13 تهه مليا آهن، جيڪي ڪچين جاين جي پنجوءَ وغيره تي مشتمل آهن. خاص طور تي تهه نمبر 11 ۽ 12 اڏاوتي وٿن وارا تهه آهن.

(8) شهر جي والار جا پنج تهه ٻڌائين ٿا ته ماڻهو گهڻو عرصو شهر پناهه/قلعي بند ايراضيءَ ۾ رهيا، تمام ٿورو عرصو بنا قلعي بند ۾ گذاريو اٿن.

(9) شهر جو قلعو جنهن جا برج ٽڪري جي مٿان پٿرن ۽ ڪچين سرن جا ٺاهيا ويا هئا. ٻاهرين مهاڙيءَ کي اري سان لنبيو ويو هو.

(10) قلعي جون پٽيون ڪوٽڏيجيءَ جي پوئين دور ۾ رهائشي استعمال نه هئڻ سبب ڪري پيون، جڏهن ته چوٽيءَ جون اڏاوتون رهائشي مقصدن لاءِ استعمال ڪيل ٿي ڏسجي.

(11) اهڙي قسم جا ڪيترا ثبوت موجود آهن ته موهن جي دڙي وارا جڏهن هتي آيا ته هنن نه رڳو قلعي بند ايراضيءَ کي والاريو پر پنهنجي رهائش لاءِ ٻاهر به ڪافي والار ڪئي.

(12) هڙپائي دور جو ٺڪرائو تهه نمبر 1 کان تهه نمبر 4 تائين قلعي بند ايراضيءَ کان ٻاهر واري ايراضيءَ مان به کوٽي ڪڍيو ويو آهي. لڳي ٿو ته اهو ثقافت جو شروعاتي دور هو، جنهن ۾ اُجري ڳاڙهي (Bright Red) تي ڪارا چٽ ڪڍڻ جو هُنر اڃا سرجندڙ مرحلي ۾ هو.

هن دڙي مان هٿ آيل پٿر جا اوزار، هٿيار، مٽيءَ جا ٿانوَ شهر جون جايون يا قلعو وغيره هڪ محقق جي توجهه پاڻ ڏانهن ڇڪائين ٿا. انهن جي بناوت مان ماهرن اهو اندازو لڳايو آهي ته هيءُ شهر سنڌ جي انهن ابتدائي شهرن مان آهي، جتي مهذب زندگيءَ جو آغاز ٿيو هوندو. هن شهر جي تباهيءَ متعلق به ماهرن جو خيال آهي ته ڪن ماڻهن اچانڪ حملو ڪري، سموري شهر کي باهه ڏني هوندي، ڇاڪاڻ ته قلعي کان وٺي سموري شهر جي مٿان سڙيل خاڪ جا تهه جميل مليا آهن. دڙي جي کوٽائيءَ مان ان ڳالهه جو پڪو ثبوت مليو آهي ته هتان جا ماڻهو امن امان جي زندگي بسر ڪندا هئا ۽ مختلف ڌنڌن ۾ مشغول رهندا هئا. هن شهر جا ماڻهو مٽيءَ جي ٿانون ٺاهڻ ۾ ماهر سمجهيا وڃن ٿا. ٿانوَ چيڪي مٽيءَ مان ٺاهيندا هئا، پٿر جا اوزار ۽ هٿيار به وڏي مهارت سان تيار ڪندا هئا.

**ڏيجيءَ واري ٽڪري**: هيءَ ٽڪري ضلعي خيرپور ۾ ڪوٽ ڏجي قلعي جي پرسان آهي. هڪ ارضي ماهر 'پنڊت ماڌو سروپ' 1935ع ۾ نارو دڙي سان گڏ هيءَ ٽڪري به چڪاسي هئي، جنهن جو چوڻ آهي ته 'نارو جو دڙو ۽



ڪوٽ ڏيجيءَ جي ٽڪري

ڏيجيءَ واري ٽڪري هڪ قديم دور جا آثار آهن.' هن ماڳ تان ٺڪر جا رانديڪا ۽ پنڙا هٿ آيا آهن، جيڪي قديم دؤر سان واسطو رکن ٿا. مليل رانديڪن مٿان چٽ سالي اڪريل آهي. هن ٽڪريءَ بابت هڪ روايت آهي ته ٽڪريءَ تي ڏيجي نالو شيراز ٺڪر جي حاڪم شيراز جي ڌيءَ ڏيجيءَ پنيان پيو. روايت آهي ته ڏيجيءَ واري ٽڪري پرسان موجود شيراز ٺڪر، جتي قديم دؤر ۾ شهر آباد هو ۽ اتي شيراز نالي حاڪم راڄ ڪندو هو، جنهن کي ڏيجيءَ نالي حسين ڌيءَ هوندي هئي، جنهن سان هڪ درويش اپن شاهه جو نينهن اڙيو هو جڏهن شيراز کي خبر پئي ته درويش اپن شاهه کي سنگسار ڪرائڻ لاءِ ماڻهو موڪليائين. اهي ماڻهو جڏهن درويش جي ويجهو پهتا، تڏهن درويش زمين کي آڱر سان اشارو ڪيو ۽ زمين ڦاٽي پئي، درويش زمين ۾ غائب ٿي ويو. اها خبر جڏهن ڏيجيءَ کي پئي تڏهن غمگين ٿي وئي ۽ ٽڪريءَ ۾ گوشه نشين ٿي زندگي گذاريائين. ان ڪانپوءِ سندس نالي پنيان 'ڏيجيءَ واري ٽڪري' سڏجڻ لڳي. اپن شاهه جو قبو ۾ واري ٽڪري تي آهي، پر هيءَ ٽڪري ان کان آڳاٽي آهي.

**ڏيڏڙو، روشن علي**: ڊولڪ نواز، روشن علي ڏيڏڙو، 1983ع ۾ ڳوٺ دين محمد جوڻيجي، ضلعي سانگهڙ ۾ ڄائو. سندس والد جو نالو استاد نور محمد خان آهي. فن جي سکيا استاد نذر محمد رامسريءَ کان ورتائين. جڏهن ته سندس والد نور محمد پنهنجي دور جو وڏو ڊولڪ نواز ٿي گذريو آهي. روشن علي ٻهرين جوڙ شفيع فقير سان پئرس ۾ ڪيو جتي ڪيس وڏو داد مليو ان ڪانسواءِ دهلي، بنگلور ۽ دبئيءَ ۾ پڻ پرفارم ڪري چڪو آهي



۽ شاهه عبداللطيف ڀٽائي ۽ قلندر لال شهباز جي ادبي ڪانفرنس ۾ پڻ شموليت ڪئي اٿس. سنڌ راڳي ويلفيئر ايسوسيئشن جو ميمبر عهديدار پڻ آهي. هي هن وقت عمرڪوٽ جي مڱڻهار پاڙي ۾ رهائش پذير آهي.

**ڏيڏڙو، فتح محمد خان:** ٿري مارواڙي لوڪ گيتن جو مشهور راڳي، فتح محمد خان 1937ع ۾ تعلقي ڇاڇري جي ڳوٺ مٺڙيي ڪيلهڻ نڪر ۾ ڄائو. سندس والد جو نالو عظيم خان ڏيڏڙو آهي. راجوڙو رائوڙ نڪر کي موسيقي ورثي ۾ ملي. سندس خاندان ڪيترن ئي عرصي کان لوڪ موسيقيءَ جون خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي. فتح محمد جڏهن هوش سنڀاليو ته گهر ۾ هارمونيم، ڪُماچ، سُرندي ۽ ڍُهل جون رياضتون ڏنائين ۽ راڳ روپ ۾ تربيت ورتائين. فتح محمد خان باقاعدي راڳ جي سکيا خانصاحب خير محمد جي گهراڻي جي شاگرد شادي فقير کان حاصل ڪري 1949ع کان ڳائڻ جي شروعات ڪئي. راج راجواڙن ۽ تهوارن ۾ ڳائي داد حاصل ڪندو رهيو. فتح محمد استاد شادي فقير سان گڏجي سنڌ جي ڪيترن علائقن ۾ راڳ جون محفلون سجايون. ان ڪانسواءِ 'سنڌ راڳي ويلفيئر ايسوسيئيشن' جو نمائندو رهيو. شروعات ۾ فتح محمد پنهنجي ڀاءُ فضل محمد سان گڏجي محفلن ۾ لوڪ گيت ڳائيندو هو. فتح محمد ڏيڏڙي جا شاگرد نياز حسين، لونگ سوٿهڙ، سانوڻ ميگهواڙ، غلام قادر مڱڻهار پڻ راڳ رنگ جون محفلون ڪري خدمتون سرانجام ڏئي رهيا آهن.



**ڏيڏڙو، محمد خان، استاد:** استاد محمد خان ڏيڏڙو، 1967ع ۾ مڱڻهار پاڙي، عمرڪوٽ ۾ ڄائو. سندس والد جو نالو استاد شڪور خان آهي. استاد محمد خان ننڍپڻ کان ئي ڍهل وڄائڻ جي شروعات ڪئي، جنهنڪري ننڍپڻ ۾ ئي ڪيترن بزرگ راڳين سان وڄائڻ جي سنگت نصيب ٿيس، جن ۾ استاد رمضان علي، استاد گلزار علي خان (سانگهڙائي) وغيره. محمد خان جي شادي استاد موسيقار لعل بخش خان هوڏر جي گهران ٿيڻ کان پوءِ حيدرآباد ۾ ئي سڪونت اختيار ڪيائين. سنڌ راڳي ويلفيئر ايسوسيئشن جو ميمبر/ عهديدار پڻ آهي. ريڊيو پاڪستان حيدرآباد ۾ ڪيترو عرصو ڍولڪ ذريعي خدمتون سرانجام ڏنائين. اسلام آباد لوڪ ورثا ۽ هندستان، چين، آسٽريليا، روس، لنڊن، پئرس ۽ ٻين ملڪن ۾ پڻ پرفارم ڪري چڪو آهي. راڳين مان استاد امير علي، شفيع فقير، صادق فقير، تاج مستاني، حسن پروين، استاد حميد فتح علي خان، فوزيہ سومرو سان پڻ سنگت سات ڪري چڪو آهي. شاهه لطيف ڪانفرنس ۽ قلندر لعل شهباز ڪانفرنس ۾ پڻ پرفارم ڪيو اٿس. ڪيترائي ملڪي توڙي غير ملڪي دورا الغوزه نواز اڪبر خميسي ۽ ان سان گڏجي ڪيائين. ان ڪانسواءِ



مختلف سنڌي ٽي وي چينلن تي پڻ پرفارم ڪري چڪو آهي. ڪي ٽي اين جي مشهور پروگرام 'سپر اسٽار آف سنڌ' ۾ پڻ ڍولڪ تي فرض سر انجام ڏئي چڪو آهي. هن وقت سخي پير ڪالوني، نزد پاڪستان بيڪري ڏاڏا شاهه ڪوارٽر حيدرآباد ۾ رهائش پذير آهي.

**ڏيڏر** (Frog): ڏيڏر پاڻي ۽ خشڪيءَ جو جاندار آهي، يعني هي پاڻي توڙي خشڪيءَ تي زندهه رهي سگهي ٿو. اهڙا جاندار جيڪي پاڻي توڙي خشڪيءَ تي رهي سگهن، تن کي سائنسي ٻوليءَ ۾ يا علم حياتيات ۾ ايمفيبين (Amphibian) چئبو آهي.



اهڙا ٻيا ڪيترائي جاندار آهن، جيڪي ايمفيبين آهن، ڇاڪاڻ جو اهي پاڻيءَ کان پوريءَ طرح آزاد ناهن هوندا. جيتوڻيڪ هنن جاندارن ۾ جسماني تبديلي واضح طور تي آئي آهي، پوءِ بہ ڪين آنن لاهڻ لاءِ پاڻيءَ جو سهارو وٺڻو پوي ٿو. پاڻيءَ ۾ ترڻ لاءِ هنن جاندارن جا پير ڇپوءَ وانگي استعمال ٿين ٿا ۽ جنگهن ۽ ٻانهن جون مشڪون ترڻ ۾ مدد ڏين ٿيون. هي جاندار خشڪيءَ تي پنهنجي ڦڦڙن وسيلي ساهه کڻندا آهن ۽ جڏهن پاڻيءَ ۾ هوندا آهن ته کل وسيلي ساهه کڻندا آهن. مطلب ته اهي پاڻيءَ مان آڪسيجن حاصل ڪندا آهن. اهو عمل سندن کل جي خاص تاندورن وسيلي ٿيندو آهي.

خشڪيءَ تي ڏيڏر ٻين عام جاندارن وانگي ڦڦڙن وسيلي ساهه کڻندو آهي. ڏيڏر جون هينئر تائين پنجن هزارن کان مٿي جنسون يا نسل دريافت ڪيا ويا آهن، جيڪي دنيا جي مختلف خطن ۾ ملن ٿا. ڏيڏر خشڪيءَ تي ٽپا ڏئي هلندو آهي، تنهنڪري سندس نمايان سڃاڻپ ٽپا ڏيندڙ جاندار طور ٿيندي آهي. آسٽريليا جو راڪيٽ ڏيڏر پنهنجي جسماني ساخت کان پنجاهه ڀيرا وڌيڪ ٽپ ڏئي سگهندو آهي، يعني اهو ڏيڏر اٽڪل ٻہ ميٽر مٿي ٽپا ڏئي سگهي ٿو. جڏهن ته پاڻيءَ ۾ ترڻ مهل سندس پير ڇپوءَ وانگر ڪم ڪن ٿا، سندس پيرن جي پنجن آڱرين ۽ هٿن جي چئن آڱرين جي وچ ۾ هڪ سنهڙي جهلي هوندي آهي، جيڪا ترڻ مهل سندس هٿن پيرن کي ڇپوءَ جي شڪل ڏيندي آهي.

ڏيڏر عام جاندار جي مقابلي ۾ ان ڪري بہ منفرد آهي، جو ان کي ٻين جاندارن وانگر ڳچي ڪا نہ ٿيندي آهي، نہ ئي وري ڪيس پڇ هوندو آهي. ڏيڏر جو مٿو (منڍي) سڌو سنئون ڌڙ سان ڳنڍيل هوندو آهي، جنهن ڪري ڏيڏر پنهنجو مٿو ٻين جاندارن وانگر لوڏي نہ سگهندو آهي. ڏيڏر جو مٿو مخروطي شڪل جو ٿيندو آهي، جنهن تي ٻہ اپريل گول وڏيون اکيون هونديون آهن. اکين پٺيان هڪ گول اڀار هوندو آهي، جنهن کي ٽمپينڪ ميمبرين (Tympanic Membrane) چئبو آهي، جنهن جي چمڙي آلي ۽ ترڪڻي هوندي آهي. ڏيڏر کاڌو وات وسيلي حاصل ڪندو آهي، پر هو کاڌو چٻاڙيندو نہ پر ڳهندو آهي. ڏيڏر جا ڏند صرف مٿينءَ جاڙيءَ ۾ هوندا آهن، جيڪي ٻنهه ڪمزور ۽ نوڪدار هوندا آهن. ڏيڏر جي ڏندن جو ڪم صرف



خوراڪ کي روڪڻ يا جهلڻ لاءِ هوندو آهي. ڏيڏر جي زبان ڪاڏو حاصل ڪرڻ جي ڪم ايندي آهي، جنهن تي هڪڙو چنبڙندڙ مادو لڳل هوندو آهي، جيڪو خوراڪ کي جهٽي وٺندو آهي. ڏيڏر پنهنجي زبان يڪدم ڪيڙي خوراڪ جيتن جٽين ڏانهن وڌائيندو آهي ۽ اهي سندس زبان سان چهٽي ويندا آهن ۽ هو يڪدم زبان کي وات ۾ واپس ڪري وات بند ڪندو آهي ۽ خوراڪ کي ڳهي ويندو آهي.

ڏيڏر برساتي موسم ۾ تمام گهڻا نظر ايندا آهن ۽ ان ئي موسم ۾ هو لڳ ڪندا آهن ۽ آنا لاهيندا آهن. سياري جي موسم ۾ ڏيڏر زمين اندر ڪنهن گهميل جاءِ تي لڪي ويندا آهن. جنهن کي سياري جي ننڊ چئبو آهي. علم حياتيات ۾ ڏيڏر جي سياري واري ننڊ کي هائيبرنيشن (Hibernation) چئبو آهي. ڏيڏر پنهنجو نسل جنسي لڳ واري عمل سان وڌائيندو آهي. ڏيڏر دنيا جي هر خطي ۽ علائقي ۾ اڪثر طور تي ملندو آهي ۽ برساتي موسم ۾ ٽران ٽران ڪندي محسوس ٿيندو آهي. ٽران ٽران جو اهڙو آواز هن ڳوڙرين (Vocal Sac) ذريعي پيدا ٿيندو آهي.

مينهن ۾ نڪرندڙ وڏي جسامت واري ڏيڏر کي سنڌ جي ڪوهستان واري پاسي 'تاڙو' به چوندا آهن. جڏهن ته سنڌ جي ٻين خطن ۾ تاڙو هڪ پکيءَ جو نالو به آهي.

**ڏيڍ سٽا** (صنف): سنڌي شاعريءَ جي هيءَ صنف جديد سنڌي شاعريءَ جي سرموڙ شاعر شيخ اياز ايجاد ڪئي. اياز پنهنجي ايجاد ڪيل هن صنف بابت پنهنجن ئي ڏيڍ سٽن جي مجموعي 'ننڌ وليون' ۾ لکي ٿو ته: "ڏيڍ سٽا فارسيءَ جو 'مستزاد' ۽ پنجابي گيت 'ماهيا' جو ميل جول آهن ۽ سنڌي شاعريءَ ۾ هڪ نئين صنف آهي، جيڪا آسانيءَ سان ڳائي سگهجي ٿي." ڏيڍ سٽي ۾ پهرين اڌ سٽ ٿئي ٿي، جنهن جي آخر ۾ قافيو اچي ٿو ۽ ٻي مڪمل / سڄي سٽ هوندي آهي، جنهن جي آخر ۾ قافيو اچي ٿو. جڏهن ته ڪجهه ڏيڍ سٽن جي پهرئين اڌ سٽ ۾ توڙي ٻي سڄيءَ سٽ ۾ قافين سان گڏ رديف پڻ استعمال ٿئي ٿو. اياز جا ڏيڍ سٽا ڪجهه مفعول مفاعيلن، ڪجهه فاعلن مفاعيلن ۽ ڪجهه مفعول فاعلاتن جي وزن تي لکيل آهن. جڏهن ته ڪجهه ماترائن جي حساب سان به لکيل آهن.

شيخ اياز جي 'ڏيڍ سٽي' صنف جي ايجاد ۽ ان جي صنف جي مجموعي 'ننڌ وليون' جي اشاعت ڪانپوءِ هيءَ صنف سنڌيءَ ۾ ڪافي عام ٿي وئي آهي، جنهن تي نئين ٽهيءَ جي تمام گهڻن شاعرن طبع آزمائي ڪئي آهي. ڪن شاعرن هن ئي صنف کي 'ڏيڍوٽا' جي صنف نالي هيٺ سرجيو آهي. نئين ٽهيءَ جي ناليواري شاعر وسيم سومري جا اهڙا 'ڏيڍوٽا' سندس شاعريءَ جي مجموعي 'ياد جي نيري ندي' ۾ شامل آهن. ان ڪانسواءِ ناليواري شاعره رخسانه پريت چنڙ به پنهنجي ڪتاب 'پياسي ساڀيان جل ٿل خواب' مجموعي ۾ ڏنا آهن. جن کي ڏيڍ سٽا چئي سگهجي ٿو. پر هن انهن جو سٽاءَ وائيءَ وانگر رکيو آهي. يعني پهرين اڌ سٽ، ٻي اڌ سٽ ۽ ٽين اڌ سٽ. ٻئي سٽ سان ملائڻ بدران وائيءَ جي وراڻيءَ وانگر ٽين سٽ ۾ ڏني آهي. جديد سنڌي شاعريءَ ۾ شيخ اياز واري گهاڙيٽي کي ئي اصل ڏيڍ سٽو مڃيو ۽ لکيو وڃي ٿو.

شيخ اياز کان سواءِ اياز گل، ادل سومري، آسي زميني، تاج جويي ۽ ٻين شاعرن هن صنف تي طبع آزمائي ڪئي آهي.

نموني طور ڏيڍ سٽو هيٺ ڏجي ٿو:

تو ڏانهن نهاريان ٿو
تون آنهه اها جنهن تي،
مان ساهه به واريان ٿو
-
مونسان ته نه ها چايا،
اي مائا! ٻڌاءِ مون کي،
هي درد ڪٿان آيا.

**ڏير**: هي ٻَن جو قسم آهي، هيءَ ٻَن عام پاڻي واري ٻَن کان سوڙهي، پر گهٽ ٿيندي آهي. ڏير مان تڏا، تئونريون، مصلا- نڪون (مسجد لاءِ) چيبيون، ٻيڙين جي لڪن ۾ وجهڻ لاءِ چيريون ٺهنديون آهن. يعني ٻن وارو ساڳيو



ڪم ڏير مان وٺن ٿا. ڏير جڏهن پڪي ٿئي ٿي، تڏهن ٻن کان به مضبوط ٿئي ٿي. ڏير جڏهن ڪچي هوندي آهي ته چوپايو مال ڪيس ڏاڍي شوق سان کائيندو آهي. ڏير مان گهر ناهڻ لاءِ پٽيون ناهيندا آهن. ڏير چيرا ۽ مال جا چنا ناهڻ جي ڪم اچي ٿي. ڪي ماڻهو ڏير کي ڏنگرين سان ڪٽي ڪچو وٽ ڏئي ڪتون واٽيندا آهن. ٻن ۽ ڏير ٻئي ڪمائيتيون آهن.

**ڏيرا** (ذات): هي علمي ۽ فقيري گهرواڙو قبيلو/ ذات آهن. ضلعي سانگهڙ ۾ سندن آباديءَ جي گهڻائي آهي. اڳاٽي وقت کان غوث صاحب جي دؤر کان، سندن وڏا غوثي طريقي جا فقير هئا. جن مان 'سايات' (سائي ويس وارا) ۽ ڏٿونريات (سفيد ويس وارا) مشهور ٿيا. شاهه لطيف جا ناناڻا به ڏيرا ذات مان هئا.

ڏيرن لاءِ چيو وڃي ٿو ته اهي سنڌ جا ملاح، مهاڻا ۽ سما آهن. ڪجهه تحقيقي رايا هن طرح مليا آهن:

**(الف)** سنڌ ۽ ڪڇ جي سمن مان سردار پليءَ کي ٻه پٽ هئا. جن مان هڪ جو نالو ساند هو. ان ساند کي ست پٽ هئا. هڪڙي پٽ جو نالو ڏيره هو. ان ڏيري

جي اولاد پاڻ کي 'ڏيرا' سڏايو. انهن مان جيڪي لَرَ ۽ ڪڇ ۾ رهيا اهي لَرَ ۽ ڪڇ وارا ڏيرا سڏجن ٿا.

(ب) 1911ع واري هندستان جي آدمشماري پڌرنامي ۾ موجب 'ڏيرا' ملاح آهن.

(ج) ڊاڪٽر غلام علي الانا ڏيرن کي مڇي مارڻ وارو ملاح لکيو آهي. ڏيرن جا خاص پاڙا: ثابت پوٽا، خيراڻي، دريجا، سياهه، گهراماڻي، وزيراڻي ۽ يوسفاڻي آهن.

**ڏيرا** (ديھ) : تعلقي وارھ، ضلعي قمبر شهدادڪوٽ جي هڪ ديھ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محمد حسن بڙدي، ستار ڏنو شيخ، پورو شيخ، ليلا آباد، ڏيرا، مڏا ڏيرا، گنهور لهڙ، باغ لهڙ ۽ رين گاڏهي.

**ڏيراوَرو** (ديھ) : تعلقي اباڙي جي هڪ ديھ، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ صوبيدار شر آباد آهي.

**ڏيراهه** (ديھ) : تعلقي فيض گنج داين جي هڪ ديھ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

الله ڏنو مگريو، رپ شريف، مولوي پير محمد، بجر خان خيل ڳوٺ، حاجي ملهار مگريو، لقمان مگريو ۽ عبدالوحيد موجائي.

**ڏيرڙو** (ديھ) : ضلعي عمرڪوٽ جي تعلقي ساماري جي هڪ ديھ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

انور الدين ساند، الله ڏنو مري، محمد اڪرم آريسر ۽ محمد صالح ساند.

**ڏيرو بازار** (ديھ) : ضلعي سانگهڙ جي تعلقي سانگهڙ جي هڪ ديھ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سائين بخش جوڻيجو، عبدالرزاق ناريجو، عرس بگٽي ۽ حاجي خان ڳاهو.

**ڏيراڙو-1** (ديھ) : ضلعي سانگهڙ جي تعلقي ڪپري جي هڪ ديھ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محمد ايوب نهڙي، اميد علي نهڙي، پير بخش لنڊ (لقمان نهڙي)، شاهن نظاماڻي، شهداد شر (محمد زمان شر)، ڪارو پنهور، قطب شاهه، خاصخيلي ڳوٺ، دوست علي لنڊ (پوڙهو لنڊ)، چنو خير ۽ ڳوٺ سليمان لنڊ ( ڏتل لنڊ).

**ڏيرو، رسول بخش:** فريدآباد، تعلقي ميهڙ، ضلعي دادوءَ جو رهاڪو. وڏيرو رسول بخش خان ڏيرو، فيبروري 1901ع ڌاري ڄاوو. پيدا ٿيو هو اڃا ننڍو ئي هو تہ سندس والد وفات ڪري ويو ۽ پوءِ سندس پرورش والده ڪئي. مختلف مدرسن ۽ اسڪولن ۾ سنڌي ۽ فارسيءَ جي تعليم ورتائين ۽ پوءِ پنهنجي زميندارِي سنڀالڻ لڳو. ڪيس شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي شاعريءَ سان وڏو شغف هو. زندگيءَ جي آخري ڏينهن ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي رسالي مان ٻن سُرن: سُر ڪلياڻ ۽ سُر يمن ڪلياڻ جي تفصيلي شرح لکيائين. جنهن مان 'تئين شرح لطيف' عنوان سان سُر ڪلياڻ جي ٻن فصلن/ داستانن جي شرح ڇپجي چڪي آهي. ان جي مطالعي مان خبر پوي ٿي تہ هن جو وسيع اڀياس هو ۽ وٽس تمام گهڻي معلومات هئي، جيڪا اڪثر اديبن وٽ گهٽ هوندي آهي. رسول بخش ڏيرو، 28 جولاءِ 1982ع تي فريدآباد ۾ وفات ڪئي. سندس قبر پنهنجي ٺهرايل جامع مسجد فريدآباد جي ويجهو آهي.

**ڏيرو، مولانا احمد علي 'مشتاق'** : مشهور عالم مولانا احمد علي ڏيرو، خيرپور ناٿن شاهه پرسان ڏيرن جي ڳوٺ ۾ 1917ع ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم ڪان وٺي دستاربنديءَ تائين علم، پنهنجي ڳوٺ جي عالم استادن جي نگرانيءَ ۾ حاصل ڪيائين. سندس والد مولوي محمد علي وڏو عالم ۽ حڪيم هو. هن پڻ پيءُ ڪان حڪمت سکي ۽ خود بہ سٺو حڪيم ثابت ٿيو.

مولانا احمد علي شاعر بہ هو ۽ سندس تخلص مشتاق هو. هو بزم خليل ميهڙ جي مشاعرن ۾ ڀرپور حصو وٺندو هو. گڏوگڏ بزم آفتاب ادب دادوءَ جي مشاعرن ۾ بہ شرڪت ڪندو هو. لاڙڪاڻي مان نڪرندڙ 'اديب سنڌ' رسالي ۾ سندس شاعري ڇپبي هئي. مولانا مشتاق علي 29 سالن جي عمر ۾ 1946ع ۾ وفات ڪئي. کيس اباڻي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو.

**ڏيرو، عبدالڪريم:** مولانا عبدالڪريم ولد حاجي الهورايو ڏيرو، ڳوٺ رضا محمد ڏيري، ضلعي دادوءَ ۾ 1315هه/ 1897ع ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم قرآن مجيد، فارسي، عربي، صرف نحو ۽ ادب جي تعليم محمد اسماعيل ڪنڊي واري ڪان حاصل ڪيائين. ان ڪانپوءِ وڌيڪ عربيءَ جو علم ڳوٺ ٻانهي لاڪيس، تعلقي ميهڙ مان مولوي الاهي بخش ڪان حاصل ڪيائين ۽ طريقت جي شوق ۾ هندستان ۾ وڃي خواجه محمد عمر چشمويءَ جي هٿ تي بيعت ڪيائين. صرف نحو ۽ ادب جو وڏو ماهر هو. سنڌي، اردو، فارسي ۽ عربي زبانن ۾ تعليم ڏيندو هو.

هن عربي ۽ فارسيءَ ۾ ڪيترا ڪتاب لکيا، جن ۾ مقدمه، تفسير قرآن، راحة القلوب في السان المحبوب، اخلاق نامهٔ امام غزالي، اعتقادنامه امام رباني، تعليم قرآن ۽ معلم القرات وغيره شامل آهن. هن عربيءَ ۾ ڪل 4 ڪتاب ۽ فارسيءَ ۾ 25 ڪتاب لکيا.

هن پنهنجي ڳوٺ رضا محمد ڏيري ۾ هڪ مدرسو قائم ڪيو، جتي ڪيترائي سال تعليم ڏيندو رهيو. علم تصوف تي گهڻو ڌيان ڏيندو هو. کيس عربيءَ ۾ گهڻي مهارت حاصل هئي. سندس شاگرد بہ عربيءَ ۾ تقريرون ڪندا هئا. پاڻ هميشه حقوق العباد جي ادائگيءَ جي هدايت ڪندو هو. ان ڪانسواءِ پاڻ مختلف علائقن ۾ مدرسا پڻ کولرايائين، جن ۾ 'مدرسه دارالقرآن' اڄ بہ سندس نالي سان مشهور آهي. هن جي مشهور شاگردن ۾ مولانا عبدالغفور، مولانا دين محمد، حڪيم قطب الدين وغيره شامل آهن.

مولانا عبدالڪريم 63 سالن جي عمر ۾ 8 رجب 1373هه/ 13 مارچ 1954ع تي وفات ڪئي. سندس مزار ميهڙ جي الهندي قبرستان ۾ آهي.

**ڏيرو، محمد موسيٰ:** نامور سگهڙ، شاعر ۽ سماج سڌارڪ فقير محمد موسيٰ ڏيري جو جنم 1910ع ڌاري ڳوٺ ملدسي تعلقي شهدادپور ۾ ٿيو. ديني تعليم ۽ سنڌي فائنل پاس ڪرڻ بعد پنهنجو اباڻو پيشو زميندارِي اختيار ڪيائين. کيس ننڍي هوندي کان ئي سگهڙن جون ڪچهريون ٻڌڻ جو شوق هوندو هو. سندس ملاقات وقت جي مشهور سگهڙ ٻيڙي فقير ۽ مشهور شاعر محمود شيخ سان ٿي، جن جي صحبت ۾ رهي سندس شاعريءَ طرف لاڙو وڌيو. جنهن ڪانپوءِ پاڻ بہ ڏور بيت چوڻ لڳو ۽ سندس شمار بہ سٺن شاعرن ۽ سگهڙن ۾ ٿيڻ لڳو. سندس ڏور بيت ۽ شاعري اڄ تائين محفلن ۾ ڇڻي ويندي آهي. هن پنهنجي ڳوٺ جي ماڻهن

لاءِ ڪيترائي سماجي ڪم ڪيا، جن ۾ پاڻيءَ جا کوهہ کوٽايائين، پاڻي جي نيڪالي لاءِ ناليون بہ پنهنجي خرچ تي ٺهرايائين. هن 14 مئي 1964ع تي وفات ڪئي. سندس آخري آرامگاهہ ملان مکڻ ويجهو تاريخي قبرستان سايات ۾ آهي.

**ڏيسَر**: نهڙين، سمن ۽ ملاحن جو هڪ پاڙو آهن. دل قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ 'ڏيسر' آهي. روايتن ۾ آهي تہ دل قبيلي مان حسن، ورسو، ساهم ۽ ڏيسر پاڻ ۾ ڀائر هئا. سندن اولاد پاڻ کي وڏن جي نالن پٺيان سڏايو.

**ڏيسوئيءَ جو ماڳ**: هيءُ ماڳ ٿاڻي بولا خان کان اٺ ڪلو ميٽر اتر اوڀر تي ضلعي ڄامشوري ۾ نئين ڏيسوئيءَ تي آهي. هن قديم ماڳ جي ڪل پکيڙ 450x600 آهي. ٺراڪڙي قسم جي هن ماڳ تان ٺنگر ٽانو، ٽامي جا چوڙا، ڪٽ جا وٽ، ننڍڙا ٺڪر جا گاڏا، گول ۽ چنهبدار گليلا وغيره مليا آهن. هن ماڳ تي پٿر جون شيون عام جام پکڙيل نظر اچن ٿيون.

**ڏينين ڪي هوائي جهاز بنائڻ** (راند): هيءَ راند ننڍڙا ٻار ڪندا آهن ۽ سرءُ جي موسم ۾ رچائيندا آهن. جڏهن ڏينين جا ڏنگ پچي پوندا آهن ۽ ڏک هڻڻ جي قابل نہ رهندا آهن. هن موسم ۾ جڏهن سيءُ پوندو آهي. تڏهن ڏينيو پنهنجا مانارا ڇڏي جاين ۾ لڪڻ لاءِ ايندا آهن. ۽ ڀونيٽ پيو پوندو اٿن. ٻار وجهہ وٺي، مائٽن کان لڪي منجهند مهل انهن جاين ۾ ويندا آهن، جتي ڏينيو هوندا آهن. ٻارن وٽ ڏاڳا بہ هوندا آهن، جيڪو ڏينيو وچڙي اچي پٽ تي ڪريو. ان کي وچي هٽ ڪندا ۽ ڏاڳي جي سرڪڻ ٺاهي ڏينيءَ جي چيلهہ ۾ ڪٽي وجهندا، اهڙيءَ طرح هر هڪ ٻار ڪيترائي ڏينيو هٽ ڪري، انهن کي پنهنجا هوائي جهاز سڏيندا آهن. پوءِ ٻار انهن کي ڊگها ڏاڳا ٻڌي اڏائيندا آهن ۽ خوشيون ڪندا آهن. هن موسم ۾ ڏينيو ڏنگ ناهي هڻندو. اگر هڻي وجهندو تہ ڏنگ وارو هنڌ ڏڙا ٿي پوندو آهي.

**ڏينيو** (Wasp): زهريلي قسم جو هڪ جيت، جنهن جو ڏنگ متاثر جڳهہ کي ڪيترن ڏينهن لاءِ سڄائي ڇڏيندو آهي. هيءُ جيت هيڊي رنگ جو ٿئي ٿو، جيڪو وٽن، لوڙهن ۽ گهرن جي ڇتين ۾ مانارو ٺاهي ويهندو آهي. هن جا ڪافي قسم ۽ رنگ ٿين ٿا. ڏينيو پنهنجا گهر يا مانارا خاڪي شيءِ سان جوڙيندا آهن، جيڪو سخت ڪاغذ ۾ تبديل ڪندا آهن. روايت



آهي تہ انسان کان اڳ ڏينين ڪاغذ تيار ڪيو. هو پنهنجي ڄاڙين سان پراڻي سڙيل ڪاٺيءَ کي ڪرڙي هڪڙي قسم جو رس ڪڍي انهيءَ ۾ ڀڄائيندا آهن، انهيءَ مان جيڪو ڪاغذ جوڙيندا آهن، سو ڏاڍو سوٽ هوندو آهي. هن جي ماناري جا خانا ڇهہ ڪنڊا هوندا آهن، جنهن ۾ پندرهن تہ خانا هوندا، جيڪي هڪ ٻئي کان جدا هوندا آهن.

هر هڪ خاني ۾ هڪ آنو پوندو آهي. ڏينيءَ جي آني مان اٽڪل اٺن ڏينهن اندر ڦونڪري ٿو. ٻچن کي ماديون ڪاڏو ڳوهي ڳوڙهيون ڪري ڪارائيندريون آهن. جهڙي طرح پکي چهنب ۾ ڪاڏو کڻي ٻچن کي ڪارائيندا آهن، جڏهن جيت ڏينيو جي شڪل وٺي ٿو تہ اهو خانو اڳهي صفا ڪري ڇڏين، انهيءَ لاءِ منجهس ٻيو آنو رکن. ڏينيو خاموش ۽ گهڻ ويڙهو جيت آهي، پر ڇيڙ ڇاڙ ڪرڻ سان شديد حملو ڪري ٿو. هن جو ڏنگ ماکيءَ جي مک کان وڏو ۽ وڌيڪ اثر انداز ٿيندو آهي. قديم سنڌ ۾ ۽ هاڻ ڏينيو جي نر ۾ ڏنگ ناهي ٿيندو. اونهاري ۾ گرمين جي دوران هيءُ جيت ظاهر ٿئي ٿو ۽ پنهنجي واڌ ويجهہ ڪندو آهي. سياري ۾ هي جيت گهٽ ڏٺو ويو آهي.

**ڏينگاڙو** (ديهہ): تعلقي ٽريا جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

نور محمد لاڪو، ميوو خاصخيلي، محمد رمضان بروهي، ليمون لاشاري، اميد علي لاڪو، مريد خان لاڪو، مختيار احمد کوسو، پيارو مري ۽ محمد حسن بروهي.

**ڏينهن**: قدرت جي جوڙيل سرشتي موجب جڏهن سج اڀري ٿو تہ روشن ۽ پُرفضا نظارو شروع ٿئي ٿو، جو ڏينهن سڏجي ٿو. سج الهڻ بعد رات، سانت ۽ اوندهہ ۽ پوءِ ٻيهر پرهہ ڦٽي ٿي ۽ روشني ٿيڻ تي انسان توڙي حيوان سرگرم ٿي وڃن ٿا. اهو سلسلو ازل کان ائين ئي مسلسل هلندو رهي ٿو، پر عام طرح سان وقت جي پئماني لاءِ ڏينهن کي ستن جي ڳڻپ ۾ مقرر ڪيو ويو آهي. يعني هفتي ۾ ست ڏينهن. پر دنيا جي گولي تي اهڙا بہ هنڌ آهن، جتي ڇهن مهينن جو ڏينهن تہ ڇهن مهينن جي رات ٿيندي آهي (اتر قطب ۽ ڏکڻ قطب)، پر انهن کي بہ ڪم ڪرڻ جي لحاظ کان ساڳيءَ ريت ستن ڏينهن ۾ ورهايو ويندو آهي. قرآن شريف جي سورت رحمان ۾ آهي: (ترجمو) رب العالمين جو هر ڏينهن نئين شان سان آهي. حضرت عيسيٰ عليہ السلام فرمايو تہ: ڏينهن ۽ رات خزاني وانگر آهن. اوهان ڏسو تہ ان خزاني مان ڇا ٿا ميڙيو، نيڪيون يا بديون؟ هيرا، جواهر، موتي يا ڪوڙا ڪوڏ؟ ضروري آهي تہ راتين ۾ اهو ڪجهہ ڪريو، جنهن لاءِ رات جوڙي وئي آهي ۽ ڏينهن ۾ پڻ اهو ڪجهہ ڪريو، جنهن لاءِ ڏينهن ٺاهيو ويو آهي.

حضرت امام حسن عليہ السلام فرمايو تہ: دنيا جي ڏينهن مان جيڪو بہ ڏينهن ايندو آهي تہ چوندو آهي: "اي انسانو! مان نئون ڏينهن آهيان، ان ۾ اوهان جيڪي ڪجهہ ڪريو ٿا، مان ان جو شاهد آهيان، سج لهڻ کانپوءِ مان اوهان ڏانهن وري ڪڏهن بہ نہ موٽندس."

ڏينهن سڀ الله تعاليٰ جا آهن، انهن ۾ ڪو بہ ڏينهن برو يا منحوس ڪونهي. برڪتون ۽ ڀلايون سڀ الله تعاليٰ جي طرفان هونديون آهن. ڏينهن جي برائي يا منحوسي تہ انسان جي عملن تي منحصر آهي ۽ انسان کي چڱائي ۽ برائيءَ جو اختيار ڏنو ويو آهي تہ اهو جنهن ڏينهن نيڪ عمل ڪري الله تعاليٰ کي راضي ڪندو تہ اهو ڏينهن توهان لاءِ سعد يا ڀاڳ وارو ڏينهن هوندو. جنهن ماڻهو جنهن ڏينهن برا عمل ڪيا، ان لاءِ اهو ڏينهن منحوس ثابت ٿيندو. ان طرح هر ڏينهن ۽ ان جي گذرندڙ هر گهڙي چڱي لاءِ چڱي ۽ بري لاءِ بري ثابت ٿئي ٿي. البت ڪي خاص ڳالهيون جيڪي عام انساني شعور کان مٿي آهن، تن جي ڄاڻ وڏن عالمن ۽ حديث پاڪ جي احوال مان معلوم ٿئي ٿي. ان سلسلي ۾ حضرت علي عليہ السلام جي ڪجهہ شعرن جو تت هن ريت آهي تہ: ڇنڇر جو ڏينهن شڪار لاءِ بهتر آهي؛ آچر جو ڏينهن گهر اڏڻ لاءِ ڪارائتو آهي؛ ڇو تہ انهيءَ ڏينهن الله تعاليٰ

آسمانن کي ٺاهيو هو. سومر ڏينهن سفر جي ڪاميابي لاءِ بهتر آهي. اڱارو جماعت (پارٽي/ تنظيم) ٺاهڻ لاءِ چڱو آهي. دوائون اربع جي ڏينهن کائڻ شروع ڪرڻ بهتر آهن. معاملن جي فيصلن نبيرڻ لاءِ خميس جو ڏينهن مبارڪ آهي. مڱڻي ۽ شاديءَ لاءِ جمعي جو ڏينهن بابرڪت آهي. انهن ڳالهين جو ڪلي علم نبيءَ کي هوندو آهي يا ان جي وحي (جنهن کي هو سيکاري) کي هوندو آهي. (شرح مسلم علامہ سعيدي ج: 7، ص: 608).

**هفتي جا ڏينهن:**

**جمعو:** هن ڏينهن کي انگريزيءَ ۾ Friday چوندا آهن. جنهن جي معنيٰ ’فرگ جو ڏينهن‘ (Day of Frig) آهي. فرگ جرمني جي آڳاٽن رهاڪن جو هڪ ديوتا آهي، جنهن کي رومي ’وينس‘ ۽ هندو ’شڪر‘ ديوتا ڪري سڏين ٿا. هن ڏينهن تي رومي، جرمن، يوناني ۽ هندو ديوين جي پوڄا ڪندا آهن. هندو هن ڏينهن تي سنتوشي ديويءَ جي پوڄا ڪندا آهن. عيسائي هن ڏينهن کي نياڳو ڏينهن تصور ڪن ٿا، پر مسلمانن وٽ هي سڌورو ڏينهن آهي. جڏهن ته مهاڻن جي روايتن موجب جيڪي سامونڊي سفر ڪن ٿا، اهي هن ڏينهن کي اڀاڳو سمجهن ٿا.

مسلمانن وٽ جمعو سڀني ڏينهن جو سردار ۽ مسلمانن لاءِ عيد جهڙو ڏينهن آهي. حضرت ابوهريره رضہ چيو ته پاڪ ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو: زور پلو ڏينهن، جنهن تي سج سهائو ڪيو، جمعي جو ڏينهن آهي. ان ڏينهن حضرت آدم عليہ السلام کي پيدا ڪيو ويو. ان ڏينهن کيس جنت ۾ آندو ويو ۽ ان ئي ڏينهن جنت کان هيٺ زمين تي آندو ويو ۽ ان ئي ڏينهن تي سندس توبه قبول فرمائي وئي. پاڪ ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو ته جمعي جي ڏينهن ۾ هڪ اهڙي ڳجهي گهڙي رکي وئي آهي، جنهن ۾ ڪابہ نيڪ دعا گهري وڃي ته اها يقين سان قبول پوي ٿي. (مسند احمد، سنن ابو دائود). پاڪ ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو ته جمعي جي فضيلتن ۽ برڪتن کي هن امت لاءِ مخفي رکيو ويو شايد ان ڪري جو متان اهي ٻين ڏينهن کي ڇڏي فقط جمعي جي ڏينهن ئي عبادت ڪن. پر هي حقيقت آهي ته جمعي ڏينهن جي فضيلت ٻين ڏينهن کان گهڻي مٿي آهي. ان ڪري ان ڏينهن وڌ کان وڌ عبادت ۽ ٻيا نيڪ عمل ڪجن.

**ڇنڇر:** هن ڏينهن کي انگريزيءَ ۾ Saturday چوندا آهن. جيڪو اصل لاطيني ٻوليءَ جو لفظ Dies Saturni آهي. هي اصل ۾ زحل گرهہ (Saturn) آهي. هندن ۾ مرد توڙي عورتن جو وڏو تعداد ڇنڇر گرهہ جي ٻُري اثر کان بچڻ لاءِ ورت رکي، هن گرهہ جي پوڄا ڪندا آهن. عربيءَ ۾ ان کي ’يوم السبت‘ چئجي ٿو. هي ڏينهن يهودين وٽ عبادت جو ڏينهن هو الله تعاليٰ طرفان مسلمانن لاءِ هن ڏينهن ۾ برڪت رکيل آهي. نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو ته منهنجي امت لاءِ ڇنڇر ۽ خميس جي صبحن ۾ الله سائينءَ جي طرفان برڪت رکي وئي آهي (عجائب المخلوقات ص: 67). حضرت عبدالله بن بسر رضي الله عنہ فرمائي ٿو ته پاڪ ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو ته ڇنڇر جي ڏينهن روزو نہ رکو سواءِ ان جي جيڪو اوهان تي فرض ڪيو ويو آهي. يعني رمضان کانسواءِ.

**آچر:** انگريزيءَ ۾ هن کي Sunday يعني سج جو ڏينهن چوندا آهن. عيسائين ۾ هي ڏينهن خاص عبادت جو ڏينهن آهي. جارجين ڪئلينڊر ۾ سال جو ڪو بہ پهريون ڏينهن آچر نہ ٿيندو آهي. هندن ۾ هي ڏينهن ’آڏت + وار‘ (آتوار) آهي. هندو هن ڏينهن تي سوريہ (سج) ديوتا جي پوڄا ڪندا آهن. دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن ۾ آچر جي ڏينهن تي موڪل هوندي آهي، پر اڪثر مسلمان ملڪن ۾ جمعي جي ڏينهن تي موڪل ڪئي ويندي آهي.

آچر کي عربي ۾ يوم الاحد چيو وڃي ٿو يعني اڪيلو يا پهريون ڏينهن. دنيا جي تخليق جو هي پهريون ڏينهن آهي. يعني الله تعاليٰ سڀني کان اڳ ۾ آچر ڏينهن خلقيو هي ڏينهن عيسائين لاءِ عيد ۽ عبادت جو ڏينهن هو بني اسرائيل تي انعامي طعام ’مائده‘ آچر جي ڏينهن نازل ٿيو ان ڪري انهن هن ڏينهن کي عيد جو ڏينهن بڻايو.

پوکون پوکڻ، وڻ لڳائڻ ۽ جاين ٺاهڻ جي شروعات آچر ڏينهن کان ڪرڻ سان خير ۽ برڪت ٿئي ٿي (فضائل الايام والشهور).

**سومر:** هي آچر ۽ اڱاري جي وچ وارو ڏينهن آهي، جيڪو عيسائين ۽ يهودين وٽ پهريون ڏينهن ڳڻيو وڃي ٿو هن کي انگريزيءَ ۾ Monday چيو وڃي ٿو جيڪو Monedaei مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ ’چنڊ جو ڏينهن‘ آهي. هن ڏينهن تي هندو شِو ڀڳوان جي پوڄا ڪندا آهن. روايتن موجب شِو دراوڙن جو وڏو ديوتا هو، جنهن کي پوءِ آرين بہ پنهنجو ديوتا مڃيو هي ڏينهن هندن ۾ شو لاءِ مخصوص آهي. هن کي عربيءَ ۾ ’الاثنين‘ ۽ اردوءَ ۾ ’پير‘ چون. هي ڏينهن گهڻو مبارڪ ۽ متبرڪ آهي ۽ پاڪ ڪريم صلي الله عليہ وسلم کي پسند ۽ گهڻو پيارو آهي. هن ئي سونهاري ڏينهن تي جهانن تي رحمت جي ورکا ڪندڙ، محسنِ انسانيت حضور صلي الله عليہ وسلم جاوا. هن ئي ڏينهن جون پاڪ ڪريمن سان ڪافي نسبتون آهن. مسند احمد ۾ حضرت ابن عباس رضي الله عنہ جي روايت آهي تہ: ”پاڪ ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي ولادت سومر ڏينهن ٿي، نبوت جو اعلان سومر ڏينهن ڪيائون، مڪي مان مديني ڏانهن هجرت لاءِ سومر ڏينهن روانا ٿيا. مديني شريف ۾ سومر جي ڏينهن داخل ٿيا. حجرِ اسود سومر جي ڏينهن کنيو ويو ۽ سندن وصال مبارڪ پڻ سومر جي ڏينهن ٿيو پاڪ ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن کان سومر جي روزي رکڻ جو سبب پڇيو ويو پاڪ فرمايائون تہ سومر ڏينهن منهنجي جمڻ جو ڏينهن آهي ۽ ان سان مون کي پيار آهي. تنهن ڪري ان ڏينهن تي روزو رکان ٿو ۽ ان ڏينهن تي مون تي (پهرين) وحي نازل ٿي. (مسند احمد). پاڪ فرمايائون تہ سومر ۽ خميس جي ڏينهن جنت جا دروازا کوليا وڃن ٿا ۽ سومر تي امت جا اعمال پڻ پيش ڪيا وڃن ٿا.

**اڱارو:** هن کي انگريزيءَ ۾ Tuesday چوندا آهن. هي بہ رومن ديوتا آهي، جنهن جي نالي پويان هن ڏينهن جو نالو رکيو ويو آهي. اصل ۾ هي يوناني ديوتا مارس (مريخ :Mars) آهي، جنهن جي نالي سان گرهہ بہ آهي. عيسائين، يهودين ۽ ٻين يورپي قومن وٽ هي نياڳو ڏينهن تصور ڪيو وڃي ٿو. جڏهن تہ سنبت ۾ هي ڏينهن منگل وار ڪري سڏجي ٿو هن ڏينهن تي هندو ڌرم وارا هنومان جي پوڄا ڪندا آهن.

عربيءَ ۾ اڱاري کي الثلاثاء چئجي ٿو صحيح مسلم ۾ حضرت ابو هريره رضي الله عنہ کان حديث روايت ٿيل آهي تہ: الله تعاليٰ مڪروهہ شيون اڱاري جي ڏينهن خلقيون. ان ڪري ان کي بيمارين جو ڏينهن سڏيو ويو آهي. حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ جي راويت آهي تہ الله تعاليٰ

بيماريون اڱاري ڏينهن تي خلقيون ۽ ابليس اڱاري تي زمين تي آيو. اڱاري تي جهنم پيدا ڪيو ويو. حضرت عزرائيل عليہ السلام کي روحن ڪڍڻ جي ذميواري اڱاري ڏينهن سونپي وئي. پهريون انسان اڱاري ڏينهن قتل ٿيو يعني قابيل، هابيل کي ڪُهيو. حضرت موسيٰ عليہ السلام ۽ حضرت هارون عليہ السلام ٻنهي اڱاري جي ڏينهن رحلت فرمائي. حضرت ايوب عليہ السلام جي آزمائش پڻ اڱاري ڏينهن کان شروع ٿي. (مسند الفردوس- فيش القدير شرح جامع الصغير: علامہ منادي ج: 1، ص: 47).

**اربع:** لفظ اربع عربيءَ کان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي 'چار'. هن ڏينهن کي هندو سنڌي 'ٻڌر' چوندا آهن. اردوءَ ۾ 'بُدھ' ۽ انگريزيءَ ۾ 'Wednesday' ڪري چوندا آهن، جيڪو Wednesdei مان نڪتل آهي، جيڪو هڪ گرهہ 'عطارد' جي نالي پويان سڏيو ويو آهي، جيڪو سج کي وڌ کان وڌ ويجهو آهي. يهودين جي روايت موجب هن ڏينهن تي سج ۽ چنڊ خلقيا ويا هئا. هن ڏينهن تي چرچ ۾ عيسائين پاران روزن رکڻ جو وڏو انتظام ڪيو ويندو آهي.

هن ڏينهن کي عربيءَ ۾ پڻ الاربعاء چيو ويندو آهي. يعني هفتي جو چوٿون ڏينهن. هن ڏينهن کي يوم النور يعني روشنيءَ جو ڏينهن پڻ چيو وڃي ٿو. ڪتابن لکڻ ۽ پڙهڻ جي شروعات اربع جي ڏينهن کان ڪرڻ بهتر آهي. ان ڪري جو علم نور آهي ۽ ان جي ابتدا به روشن ڏينهن کان ڪجي. اربع جي ڏينهن ظهر ۽ عصر جي وچ ۾ جيڪا به دعا گهربي تہ قبول ٿيندي (مسند احمد). جزام يا برص (ڪوڙهہ جو مرض) اربع جي ڏينهن يا اربع جي رات کانسواءِ نہ ٿو لڳي. (ابن ماجہ) اربع جي ڏينهن ننهن نہ ڪترجن تہ بهتر آهي.

**خميس:** آڳاٽي سنڌيءَ ۾ هن ڏينهن کي وسپت چيو ويندو هو جيڪو هندو سنڌي اڃا به چون. سنڌيءَ ۾ خميس چون. حضرت ابو هريره رضي الله عنہ چيو تہ: رسول الله صلي الله عليہ و سلم جن هن طرح دعا گهري: "اي منهنجا رب! منهنجي امت لاءِ خميس جي ڏينهن صبح جي وقت برڪت نازل ڪر." (سنن ابن ماجہ). هن دعا جي حوالي سان هي ڏينهن مؤمنن لاءِ برڪتن ۽ رحمتن جو ڏينهن آهي. حضرت ڪعب بن مالڪ رضي الله عنہ فرمايو تہ پاڻ ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن غزوه تبوڪ لاءِ خميس ڏينهن نڪتا ۽ پاڻ خميس جي سفر کي پسند فرمائيندا هئا. (بخاري، حوالو: مواعظ حسنہ ج: 1). سنسڪرت ۽ هنديءَ ۾ ان کي برهسپت چوندا آهن ۽ اردوءَ ۾ جمعرات سڏيو ويندو آهي.

**ڏينهن ٻڌڻ/ ڏينهن چٽا ڪرڻ** (رسم): هيءَ سنڌ جي قديم رسم آهي. ڏينهن ٻڌڻ يا چٽا ڪرڻ جو مقصد شاديءَ جو ڏينهن مقرر ڪرڻ آهي. ڪن هنڌن ان کي ٽپ ٻڌڻ يا تاريخ ٻڌڻ به چون ٿا. هن رسم ۾ گهوٽ جا مائٽ، جن ۾ گهوٽ جا ويجها عزيز هڪ ٻہ مرد ۽ ڪجهہ عورتون گڏجي ڪنواريتن وٽ ويندا آهن، جتي ڪنواريتا پنهنجي ويجهي برادريءَ وارن کي ڪوٺ ڏيئي گهرائيندا آهن، پاڻ ۾ صلاح مصلحت ڪانپوءِ گهوٽيتن کي شاديءَ جو ڏينهن مقرر ڪري ڏيندا آهن. هن رسم جو خرچ، جيڪو ڪنواريتن ۾ مانيءَ جو ٿيندو آهي. اهو اڪثر ذاتين ۾ گهوٽيتا ڀريندا آهن. گهوٽيتن طرفان ڏينهن وٺڻ وقت خوشيءَ ۾ ڪارڪون ورهايون وينديون آهن. ٻنهي ڌرين جون عورتون گڏجي سهرا چونديون آهن.

**ڏيو (مڇي):** ڏيو ڪاري مڇيءَ جو هڪ قسم آهي، جيڪو اپرندي آفريڪا ۾ قدرتي طور ٿئي ٿو هيءَ مڇي صرف ڪاري پاڻيءَ ۾ رهي سگهي ٿي. هيءَ وچولي ماپ جي مڇي آهي. هن جو متو تمام وڏو ٿئي ٿو جنهن جو منهن مٿئين طرف کلي ٿو ۽ هن جون اکيون وڏيون ٿين ٿيون. جيڪي مٿي جي اڳئين طرف آهن. پُٺيءَ وٽ هڪ ڪنڊائون پنکڙو ٿيندو اٿس. جيڪو منهن جي موڙ کان پيچ ڳنيءَ تائين ٿئي ٿو جنهن ۾ تقريباً 15 چيندڙ ۽ 10 ٻيا ڪندا ٿيندا آهن. هن کي ڪلهي وٽ بہ هڪ پنک ٿئي ٿو جنهن کي چاتيءَ واري ڪنيڙاٽي چئجي ٿو جنهن ۾ سنها ڪندا ٿين ٿا. انهيءَ ڪنيڙاٽيءَ کان هيٺئين طرف هڪ اُماچي ڪنيڙاٽي بہ ٿئي ٿي، جنهن ۾ پڻ ڪندا ٿين ٿا. هن کي هڪ ٻي ڪنيڙاٽي هيٺئين حصي ۾ ٿيندي آهي، جنهن کي پوئين پولهہ واري ڪنيڙاٽي چئجي ٿو جيڪا پيچ ڳنيءَ تائين ٿئي ٿي، جنهن ۾ ٽي چيندڙ ۽ 8 ٻيا ڪندا ٿيندا آهن. هن مڇيءَ جو رنگ بادامي يا مٽيءَ جهڙو ٿئي ٿو جڏهن تہ هيٺين پنکڙين جو رنگ ڪارهسرو ٿيندو اٿس. لڳ وارن ڏينهن ۾ نر جو رنگ نيرو يا آسماني ۽ ماديءَ جو رنگ چمڪدار ٿي وڃي ٿو هيءَ مڇي هر قسم جي خوراڪ، پاڻيءَ جا جيت، ٻوٽا وغيره کائي ٿي، پر بنيادي طور هيءَ سبزي خور مڇي آهي. هيءَ مڇي سال ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٽي دفعا آنا ڏيندي آهي. آنن مان ٻچا نڪرڻ کان پوءِ انهن جي پرورش مادي مڇيءَ جي منهن ۾ ٿيندي آهي ۽ اهي وقفي وقفي سان منهن مان ٻاهر نڪرندا رهن ٿا. جڏهن ٻچا پاڻيرا ٿيندا آهن تہ اهي ماديءَ کي ڇڏي آزاد زندگيءَ جو آغاز ڪندا آهن. هن مڇيءَ کي صرف اهڙن تلائن يا ڍنڍن ۾ پالڻ گهرجي، جتي عام مڇيون نہ رهي سگهنديون هجن. خاص طور هيءَ ڪاري پاڻيءَ لاءِ موزون آهي. هي مڇي ننڍي ۽ ان جي گوشت ۾ ڪندا وڌيڪ ٿين ٿا. پاڪستان ۾ هن مڇيءَ جي ماپ 30 سينٽي ميٽر ۽ وزن 206 گرام ڏٺو ويو آهي.

**ڏيوالي** (ديهہ): تعلقي ڪشمور، ضلعي ڪشمور ائٽ ڪنڌڪوٽ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

فتح محمد ماڇي، اڪبر ڊڪڻ، رستم مزاري، قالب مزاري، گل محمد مزاري، حسن مزاري، ميوو، رستم خان، متو مزاري، باهو مزاري، عمر بخش ڊرگهہ، گل محمد مزاري، صحبت مزاري، جمال مگٺهار، پيرهان مزاري، ڏٽي بخش ۽ حافظ محمد موسيٰ.

**ڏيو ڏنارام:** نامور بزرگ ڏيو ولد ڏنارام مهراج، 1836ع ڌاري ڳوٺ تاج محمد ڪانهري، تعلقي دادوءَ ۾ جنم ورتو ننڍپڻ کان ئي ڀڳوان جي ياد ۽ عبادت ۾ گذاريندو هو هي دنيا جي عيش آرام کان پاسيرو ٿي اڪيلائيءَ ۾ ڪنهن سائي وڻ هيٺان ويهي عبادت ڪندو هو. جڏهن مائٽن مٿس شاديءَ جو زور وڌو تہ هن ڳوٺ ڇڏي دادو شهر ۾ پاڻ کي آباد ڪيو هن بزرگ جي عبادت گذاري ۽ ڪرامتون ڏسي ڪيترائي ماڻهو سندس مريد اچي ٿيا. ڏيو ڏنارام رات ڏينهن عبادت ۾ مشغول هوندو هو جيڪو سندس مريد ۽ زيارتي نذرانو ڏيندا هئا، سؤ سڀ انهيءَ وقت ئي هندو توڙي مسلمان بيوهہ عورتن، يتيمن ۽ غريبن ۾ ورهائي ڇڏيندو هو هي بہ پيرا پنهنجن مريدن سان گڏ گنگا پيٽڻ لاءِ هندستان ويو هندو ڪيس رام جي نالي سان سڏيندا هئا. دادو شهر جي اتر ۾ چوڏري مينگهراج جي باغ وٽ گهاڙيءَ جي ڪناري تي چوڏري مينگهراج جي جڳهہ هئي، جيڪا پوءِ ڏيو ڏنارام جي حوالي ڪئي وئي، جنهن ۾ هن پوڄا پاٺ لاءِ هڪ مندر پڻ تيار ڪرايو هن سڄي عمر شادي نہ ڪئي. سنت پڳترام کي پنهنجو پٽ سمجهندو هو هن سموري عمر ڀڳوان جي عبادت ۾ گذاري. هن 1906ع ۾ ديهانت ڪيو سندس سماڌي دادوءَ جي مسانڻ ۾ آهي.

**ڏيوري (ديھہ)**: تعلقي اوٻاوڙي جي هڪ ديھہ، جنھن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

غلام حيدر رند، حاجي پٺو رئيس دودو پٺو جمن پٺو ۽ اصغر شاھ.

**ڏيوڙا (ذات)**: هندن جي هڪ ذات. هيءُ لفظ هنديءَ ۾ ڏرمي استان (يادگار) کي چئجي ٿو سنڌ جي مختلف علائقن ۾ رهائش پذير آهن. ٿنبر ضلعي ۾ 'ڏيوڙا' نالي هڪ ڳوٺ بہ آباد آهي جنهن ۾ هن ذات وارا آباد آهن.

**ڏيول ديوي**: ڏيول ديويءَ کي، هند سنڌ جا هندو، خاص ڪري ٿر ۽ راجستان جا چارڻ ۽ راجپوت ذاتيون، شڪتيءَ جي حيثيت ۾ پوڄيندا آهن. ڏيول ماتا، جيسلمير جي ڳوٺ ماڙوي ۾ پلوجيءَ جي گهر ۾ جنم ورتو هو منجهس شروع کان ئي شڪتي سمايل هئي. ڏيول ماتا جا ٿانَ هر هنڌ قائم ڪري سگهجن ٿا، پر ڏيول ماتا جو ٽڙ ۾ مرڪزي ٿانُ عمرڪوٽ شهر کان 5 ڪلوميٽر اتر طرف مشهور ڳوٺ 'ڪاروڙي چارڻ' ۾ آهي، جنهن جو بنياد ڏيول ماتا پنهنجن هٿن سان رکيو هو ۽ سڄي حياتي هتي رهي شيوا ڪئي هئي.

ڏيول جي گادي نشين کان روايت آهي تہ ڳوٺ ڪاروڙي چارڻ جو پوپت چارڻ پنهنجي راج جو اڳواڻ هو جنهن کي پين راڄن کان مهٽا ملڻ لڳا تہ سندس راج ۾ اڄ تائين ڪا بہ شڪتي موجود نہ آهي. اُن ڪري، هو ڪيترا پيرا ڪاروڙي کان هنگلاج پنڌ بہ ويو ۽ وڃي شڪتي ديويءَ کي پرارٿنا ڪيائين. هو هر دفعي واپسيءَ تي ابتي پيرين ايندو هو ۽ ڪڏهن بہ هنگلاج کي پٺ نہ ڏيندو هو. آخري ڀيري هنگلاج ياترا دوران کيس بشارت ملي تہ "هاڻي تون هنگلاج نہ اچجان، تنهنجيءَ ٽين پيڙهيءَ ۾ شڪتي تنهنجي گهر ايندي!" ان بعد پوپت جي پٽ ريلڻ جي کي ٻاپن جي نالي هڪ پٽ ڄائو جنهن جي شادي جيسلمير جي ڳوٺ ماڙوي ۾ ڏيول ديويءَ سان ٿي.

ڏيول جي شڪتي هئڻ جي تڏهن خبر پئي، جڏهن شاديءَ بعد ماڙوي کان ڪاروڙي اچڻ وقت رستي ۾ رات پوڻ سبب ڳڙسي راجا جي بستيءَ ۾ هڪ بيوھ عورت جي گهر اچي رهيا، جيڪا ڪنيارڻ هئي، ڳڙسي راجا بيماريءَ ۾ مبتلا هو. سندس ڳڙھ (قرڙيءَ) جو علاج روزانو نئين ماڻهوءَ جو جيرو ٻَڌي ڪيو ويندو هو اهو علاج جوتشين جو ڏسيل هو. ڳڙسي راجا واري واري تي هر گهر مان هڪ پاتيءَ جو روزانو جيرو/ ڪليجو ڪڍائي قرڙيءَ تي ٻَڌندو هو ماڻهو هن ظلم کان تنگ اچي چڪا هئا، پر ڪجھہ ڪري بہ نہ ٿي سگهيا. اُن ڏينهن انهيءَ بيوھ ڪنيارڻ جي پٽ جو وارو هو. ڪنيارڻ جي پريشاني ڏسي ڏيول ديويءَ کانئس ماجرا پُڇي. ان کان پوءِ ڏيول ديويءَ، ڪنيارڻ جي پٽ جي جان بچائڻ جو وعدو ڪيو ۽ ڳڙسي راجا جي ڳڙھ (قرڙيءَ) تي پلئہ هڻي، کيس بيماريءَ مان ڇوٽڪارو ڏياريو ڳڙسي راجا خوش ٿي کيس نوازڻ جي خواهش ڏيکاري، پر ڏيول ماتا، ڌن دولت وٺڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو تڏهن راجا کيس 18 ذاتيون عقيدت طور ڏنيون، جن ۾ ڀيل، ڪولهي، ميگهواڙ، بجير مالهي ذاتيون وغيره شامل هيون، جيڪي اڄ تائين ڏيول ماتا جا شيواڌاري آهن.

ڏيول ماتا جا ڪيترا واقعا ۽ چمتڪار مشهور آهن، جهڙوڪ: عمرڪوٽ جي سوڍن جي گادي نشيني، پاري نگر جي راڻي ڀيمي جي آزادي، ويرنات سواميءَ کي مور جي ڪنين مان نهيل پڳ پارائڻ (جيڪا گادي نشين اڄ تائين پائيندا اچن) ۽ پير پٺوري کي ڪاري لوئي ڏيڻ (اڄ تائين پير پٺوري جا گادي نشين ڪاري لوئي پائيندا اچن) وغيره.

ڏيول ماتا کي پنج نياڻيون هيون، جن مان هڪ 'ٻوٽ' ڪاروڙي ۾ رهندي هئي، ٻيءَ ٻهچرا گجرات ۾ شادي ڪئي، جنهن جي نالي سان گجرات ۾ 'ٻهچرا مندر' قائم ٿيو جيڪو گجرات جي وڏن مندرن ۾ شمار ٿئي ٿو ڏيول ماتا جو ڪاروڙي چارڻ (عمرڪوٽ) هن وقت گادي نشين پيرڏان چارڻ آهي ۽ ٿانَ جو شيواڌاري سندس پائٽيو پمرڏان آهي. ڏيول ماتا جي ڪاروڙي چارڻ ۾ موجود مُکيہ ٿان جي موجوده تعميرات ڏيول ماتا جي گادي نشين پيرڏان چارڻ ۽ سندس پائرن: ڏيوي ڏان ۽ ڪيسرڏان چارڻ ڪرائي آهي. هن ٿانُ تي هندو رسم موجب ٻڪرن جي قرباني ڪئي ويندي آهي، جنهن کي 'جهاٽڪو' چوندا آهن. ڏيول جي ٿان تي دسهڙي جو ساليانو ميلو لڳندو آهي ۽ ستسنگ بہ ٿيندو آهي. اهڙيءَ ريت نيو ڇور شهر (تعلقي عمرڪوٽ) کان اتر اوڀر طرف 10 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي مال سانگي رهڻ دوران ڏيول ماتا هڪ ٿان ناهي عبادت ڪئي هئي، ان ٿان جي موجوده تعميرات ڊاڪٽر پدم سنگھہ سوڍي ڪرائي آهي.

ان ڪانسواءِ ٿر ۽ پارڪر جي مختلف ڳوٺن: عمرڪوٽ، ڇاڇري، ننگرپارڪر، مامچيري، ساڪري ويري، ڏاني ڊانڊل، ڏيٽسي، راڻي چارڻ ۽ ٻين ڳوٺن ۾ ڏيول جا مشهور ڏهرا موجود آهن، جتي ميلا بہ لڳندا آهن ۽ پوڄا بہ ڪئي ويندي آهي.

ڏيول ديويءَ جي حوالي سان ڪجھہ ڇند (شعر) بہ مشهور آهن:

آٿي اتريا جيسلمير مين، پرچو پايو هنگلاج،
گرسي راجا ري اقوٽي اربي، ڏيئي هي ڪنچن سريکي،
اداره لوگ آئي نا سانپيا، نوڙي لئي لانبي هاٿ.

-

پرياتي مُک پيکتان، هي چک راتا،
اٿهوت نہ آوي، جيري ڏيول هي ماتا.

**ڏيوناٽي (ذات)**: هندن جي هڪ ذات آهي. هن نُک مان سيٺ ڏيوانداس جو اولاد آهن، جيڪي هاڻي حيدرآباد جي ويجهو ٽنڊي حيدر ۾ رهن ٿا. ڪجھہ ڏيوناٽي لقمان خيرپور ۾ رهن ٿا، ڊاڪٽر جيرام ڏيوناٽي، ڊاڪٽر منوهر ڏيوناٽي، سيٺ سترام ڏيوناٽي ۽ پرمانند ڏيوناٽي چار پائر هتان جا رهواسي آهن.

**ڏيوڻ (ديھہ)**: تعلقي ڪنڊياري جي هڪ ديھہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڏيوڻ، پراڻو ڏيوڻ، لاشاري وليج، خميسو خان سهتو بوٽو خان پنجابي، هالاڻي، نيو هالاڻي، ڦلپوٽا، ڏيپر، گاڏهي ڳوٺ، ڪمالا ماڇي، سوايو ماڇي، اسلام مهيسر، پير قادر بخش، لاشاري ڳوٺ، خاصخيلي، حاجي ٻانيڻ، آچر رڪيو ناگور، عالم گاڏهي ۽ ڳوٺ دلو مهيسر.

**ڏيون داس صوفي فقير مسڪين داس**: ڏيوڻ داس، ضلعي بدين جي شهر ماتليءَ ۾ 1850ع ڌاري جنم ورتو هن سنڌي، انگريزي ۽ پارسيءَ جي تعليم حاصل ڪئي ۽ عربيءَ جو بہ سٺو ڄاڻو هو ڪجھہ وقت سرڪاري نوڪري ڪيائين. جڏهن سندس عمر 30 سالن تي پهتي تہ سندس ملاقات درگاھ جهوڪ شريف جي سٽين سجاده نشين صوفي عبدالستار سان ٿي ۽ ڏيوڻ داس صوفي، فلسفي جي محبت ۾ درگاھ

جهوڪ ڏانهن ڇڪجي آيو. هن جهوڪ پهچي حضرت عبدالستار صوفي القادريءَ کان تلقين ورتي ۽ پوءِ مختيارڪار جي ڪلارڪيءَ جي نوڪري ڇڏي درگاهه جهوڪ شريف ۾ مرشد جي خدمت ۾ رهڻ لڳو ۽ پانداري تي ننگر هلائڻ جو ڪم به سنڀاليندو هو ۽ پنهنجي مرشد جي صاحبزادي ولي عهد صوفي غوث بخش ۽ ننڍي ڀاءُ صوفي غلام علي اڪبر کي پارسي ۽ عربيءَ جي تعليم پڻ ڏيندو هو. ڪافي عرصو درگاهه جهوڪ شريف ۾ گذارڻ بعد پاڻ مرشد کان موڪلائي واپس ٽنڊي غلام عليءَ ۾ رهڻ لڳو. هو سال ۾ ٽي چار ڀيرا درگاهه صوفي شاهه عنايت شهيد تي اچي رهندو هو ۽ پانداري جي خدمت ڪندو هو. هو حڪمت پڻ ڪندو هو ۽ درگاهه تي ايندڙ مسڪين ۽ بيمار مريدن جي مفت دوا ڪندو هو. سندس ان خدمت جي ڪري ڏيوڻ داس نالي مان ڦري سندس نالو 'صوفي فقير مسڪين داس' سڏجڻ لڳو. فقير مسڪين داس پنج وقت نماز پڙهندو هو. ڪيترا مسلمان کيس 'محمد مسڪين' جي نالي سان سڏيندا هئا. هن پنهنجي وفات کان چار پنج ڏينهن اڳ ۾ پنهنجي مريدن ۽ معتقدن کي گڏ ڪري وصيعت ڪئي ته جيڪڏهن مان هن فاني دنيا کان هليو وڃان ته اوهان سيني کي اها هدايت ٿو ڪريان ته مون کي باهه ۾ نه ساڙجو. مون کي غسل ۽ ڪفن ڏئي جنازي نماز پڙهي پوءِ هن جاءِ تي دفن ڪجو. ڏيوڻ داس 'فقير مسڪين داس' 1922ع ڌاري وفات ڪئي. سندس وصيعت موجب آخري رسمون ادا ڪيون ويون. 'صوفي مسڪين داس' جو ميلو هر سال 24 جمادي الاول جي مهيني ۾ ٽنڊي غلام علي، ضلعي بدين ۾ ملهايو ويندو آهي، جتي سوين هندو توڙي مسلمان گڏجي متس عقيدت جا گل وڪيريندا آهن.

**ڏيهر** (ديهه): ضلعي ۽ تعلقي سانگهڙ جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڪرم خان مري، خان محمد چانڊيو، سڪندر مري، ۽ بچل شر.

**ڏيهي پرڏيهي ساز** (ڪتاب): هي ڪتاب ٻن ناليوارن محققن سيد حاڪم علي شاهه بخاري ۽ محمد عثمان ميمڻ جي گڏيل تصنيف آهي. هن ڪتاب کي ٽن حصن ۾ ورهايو ويو آهي، جنهن جي پهرئين حصي ۾ ڏيهي توڙي پرڏيهي هڪ سؤ يارنهن سازن جو مڪمل تعارف ڏنو ويو آهي. ٻئي حصي ۾ مشهور ٻاونجاهه سازندن جا تعارف ۽ ٽئين حصي ۾ ڏيهي پرڏيهي سازن توڙي سازندن جون تصويرون شامل آهن. هيءُ ڪتاب موسيقيءَ جي شائقن لاءِ هڪ اهم ۽ معلوماتي دستاويز جي حيثيت رکي ٿو




ناشر پاران سنڌالاجيءَ جي انچارج ڊائريڪٽر محمد قاسم ماڪا، ڪتاب جي اهميت تي روشني وڌي آهي. ڊيمي سائيز جي، چار رنگي ٽائيٽل سان هن ڪتاب ۾ 276 صفحا آهن. جنهن جي قيمت 400 روپيا آهي. هي ڪتاب جو پهريون ڀاڱو آهي، جيڪو انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄامشورو، اپريل 2011ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**ڏيئا تيل ڦليل جا** (ڪتاب): ڏيئا تيل ڦليل جا ڪتاب، علي احمد بروهيءَ جي ڪالمن جو مجموعو آهي، جنهن ۾ مزاحيه انداز ۾ لکيل مضمون شامل آهن.




سندس ٻه سؤ صفحن جي هن ڪتاب جو پيش لفظ مشهور قلمڪار عبدالحليم جوش لکيو آهي ۽ علي احمد بروهيءَ پنهنجي تخليقن جي هن مجموعي جو انتساب سنڌ جي عظيم شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ جي نالي ڪيو آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڪالم 'وتائي سان ملاقات' جي عنوان سان آهي، جنهن مان سندس سچ لکڻ جي انوکي انداز جي پرک پئجي ٿي. هي ڪتاب نيو فيلڊس پبليڪيشن ڇپرايو آهي. ڪتاب جو پهريون ايڊيشن 1987ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. هن ڪتاب جي قيمت 30 روپيا آهي.

**ڏيئا ذات جا** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي ناليواري مزاحمتي شاعر عبدالحڪيم ارشد جي شاعريءَ تي مشتمل آهي، جنهن ۾ غزل، نظم، آزاد نظم، قطعا، بيت، دوها شامل آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ ناليواري اديب




تاج جويي لکيو آهي. ڪتاب کي ٻن ڀاڱن ۾ ورهايو ويو آهي. پهرين حصي ۾ شاعري ۽ ٻئي حصي ۾ شاعر تي مختلف اديبن ۾ محمد ابراهيم جويو، امر جليل، تاج جويو، بدر قريشي، حاجي خان ڪيريو مير محمد پيرزادو، نورالدين سرڪي، راشد مورائي، معشوق ڌاريجو، رڪيل مورائي وغيره جا تاثرات ڏنل آهن. ڪتاب جي بئڪ ٽائيٽل تي ناليواري قومپرست خاڪي جويي جو تاثر آهي. 207 صفحن تي مشتمل، ڊيمي سائيز جي هن پڪي جلد سان ڪتاب جي قيمت 130 رپيا آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1976ع ۾ سنڌ اشاعت گهر سکرنڊ شايع ڪيو هو. جڏهن ته ٻيو ڇاپو مارئي اڪيڊمي سکرنڊ 1997ع ۾ شايع ڪرايو آهي.

**ڏيئو:** ڏيئو مٽيءَ مان ٺهيل هڪ ننڍڙو ٿانءُ آهي، جيڪو ڪنيار ٺاهيندو آهي. اڳاٽي زماني ۾ جڏهن ماڻهو روشنيءَ لاءِ مختلف طريقا ڳوليندا هئا، تنهن دور جي ڪنيار ڏيئو ايجاد ڪيو. جنهن کي گهڻي عرصي تائين ماڻهن گهرن ۾ روشنيءَ لاءِ استعمال ۾ آندو. تنهن کان پوءِ وري لالٽين جو استعمال وڌيو ۽ هاڻي بجلي عام ٿيڻ کان پوءِ بلب هر گهر جي ضرورت بڻجي ويو آهي. ڏيئو مٽي/ ٺڪر جو ٺهيل هوندو آهي، جنهن کي ٺاهيندڙ هڪ طرف کان هڪ سنڌو (خال) ڇڏيندو آهي. ڏيئي کي تيل سان ڀري ان ۾ ڪپهه يا سوٽي ڪپڙي جي ڌڳهي وٽ هوڙي ۽ تيل سان ٻڏل وَٽِ جو هڪ حصو اڻ ڇڏيل سَنڌي (خال) تي رکي ان کي ٻاريو ويندو آهي. جيئن جيئن اها وَٽ ٻرندي ويندي، تيئن تيئن انهيءَ پيالي نما ڏيئي مان تيل گهٽبو ويندو ۽ جيستائين اهو تيل هوندو ڏيئو ٻرندو رهندو. هن وقت به ماڻهو ڏيئو روشنيءَ جي علامت



طور ونندا آهن ۽ مختلف مذهبي توڙي ثقافتي ڏهاڙن جي موقعن تي ٻاريندا آهن. ڪن موقعن تي تيل جي بدران پنهنجي رت سان ڏيئا ٻاري ڪنهن نئين عزم کي ورجائيندي وچن ڪندا آهن. اڪثر اهڙيون ريتون ڪنهن عظيم شخصيت جي ياد ۾ منعقد ڪيل تقريبن يا ڏهاڙن تي نظر اينديون آهن.

شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي سُر مومل راڻي ۾ به ڏيئي جو ذڪر ملي ٿو.

ڏيئن ڏينهن ڪيو، وتن وَٽ ٻري،
اُيري چڙهيا اڱڻ تي وهائو وري،
سودا تو سري، پر مون نه سري مينڌرا.

**ڏياٽي:** ڏياٽي، ڏيئي جو تصغيري نالو آهي يا ننڍڙي ڏيئي کي چئبو آهي. هيءَ مٽيءَ جي ٺڪر مان ٺهيل هوندي آهي، جنهن جا بظاهر ٻه حصا هوندا آهن. ويڪري منهن وارو تراڪڙو حصو جيڪو بناوٽ ۾ چانهه جي پيالي جهڙو هوندو آهي ۽ ان جي ڪنارن جي اوچائي چانهه جي پياليءَ کان ڪجهه وڌيڪ هوندي آهي.

هن جي اندر تري جي وچ تي مخروطي يا نباتي شڪل سان ٻونٻڙي هوندي آهي، جيڪا گهٽ وڪري ڏياٽي جي ڪنارن کان ٿوري اوچي هوندي آهي. ڏياٽي جي هڪ پاسي بند نالي هوندي آهي، جيڪا هيٺ ڏياٽي جي تري وٽ ۽ مٿان ڪناري کان ٻاهر کليل هوندي آهي، جنهن جي ڊيگهه 3 انچ جيتري ۽ قطر به ڏيڍ انچ ڪن هوندو آهي. نالي جو هيٺيون ڇيڙو ڪجهه ويڪرو هوندو آهي، جنهن منجهان سُٽ جي وٽ نڪتل هوندي آهي، جيڪا گاسليٽ وجهڻ ڪانپوءِ مٿئين پاسي کان تيلي سان ٻاري ويندي آهي، جتي ڳوٺن ۾ بجلي ناهي، اتي ڏياٽي جو استعمال عام آهي. بجلي عام ٿيڻ کان اڳ 15 شعبان شبِ برات تي ڏياٽيون ٻاريون وينديون هيون. هاڻي انهن جي جڳهه تي رنگ برنگي بلب ٻاريا وڃن ٿا.

**ڏيئي ڏنب ڏڌن** (ڪتاب): هي سنڌ جي نامور محقق دادا سنڌيءَ جي تاريخي مضمونن جو مجموعو آهي، جن ۾ سڪندر مقدونيءَ، محمد شاهه تغلق ۽ فيروز شاهه تغلق، شاهه بيگ ارغون، پورچوگيزن، نادرشاهه، مدد خان، شجاع الملڪ (پٺاڻ) ۽ انگريزن جو احوال ڏنل آهي. ڪتاب جو مهاڳ ليکڪ خود لکيو آهي. جنهن ۾ هن ڄاڻايو آهي ته سنڌ پراڻي زماني کان وٺي مظلوم خطو پئي رهيو آهي. هن جي زرخيزي، اميري، شاهوڪاري ۽ دولت جي گهڻائيءَ کي ڏسي، دنيا جي غنيم، ظالم ۽ جابر حاڪم حق يا ناحق سنڌ تي پئي ڪاهيو آهي ۽ هر جائز يا ناجائز طريقي سان سنڌ کي ڦري ۽ لٽي تباهه ڪيو آهي... اتهاس جو ورق ورق ۽ پنو پنو گواهه آهي ته سنڌ جو عوام آزادي پسند آهي، پر جڏهن انهن آمرن مٿن حملا ڪيا، تڏهن سنڌي سوڍن، انهن غنيمن ۽ لٽيرن سان مهاڏو ڏنو...

ليکڪ ڪتاب بابت وڌيڪ لکي ٿو ته، ”هن ڪتاب ۾ مون دنيا جي اهڙن لٽيرن جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪي 'عالمي لٽيرا' مڃيا وڃن ٿا. جن پنهنجي حرص ۽ هوس جو نشانو دنيا جي هر سرسبز خطي کي بڻايو. پر سنڌ کي هنن پنهنجي 'پيءُ جي ملڪيت' سمجهي ڪيس ڏٺو. هنن چرون وانگر سنڌڙيءَ جو رت چوسيو. ڪن کي پنهنجي ملڪ مان تڙايو ويو ته هت اچي آرام ڪيائون. ڪن کي دنيا جي لالچ ٿي ته هتان اچي اٺ ۽ جهاز ڀريائون. ڪنهن کي ڏيءَ جو ڏاج گهربو هو ته هتان اچي اهو فرض پورو ڪيائين. ته ڪنهن کي وري پنهنجي بادشاهت ڪٽل نظر آئي ته سنڌ کي قبضي ۾ آڻي، ان کي وسيع ڪيو.“

هن ڪتاب جا ٻه اکر محترم الهبچائي مرڻاس لکيا آهن. جڏهن ته ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، محمد ابراهيم جويو، ڊاڪٽر تنوير عباسي، نياز همايوني، قريشي حامد علي خانائي، منير 'ماڪ'، تاج جويو جا تاثرات به ڪتاب ۾ شامل آهن.

هي ڪتاب لطيف ادبي اڪيڊمي، ميرپور ماٿيلي ٻاران، اڪيڊميءَ جي سيڪريٽري، الهبچائي مرڻاس، 1983ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جي قيمت 20 روپيا آهي.



# ڏ

**ڏاٻو**: مسافريءَ دوران، فرد يا قافلو ڪٿي ٿوريءَ دير لاءِ آرام ڪندو يا ساهيءَ لاءِ ترسندو آهي، ته ان ساهيءَ واري عرصي کي 'ڏاٻو' چئبو آهي. سنڌيءَ ۾ 'ڏاٻو ڪرڻ' اصطلاح به آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، منزل ڪرڻ، ساهي کڻڻ لاءِ ٿوري دير ويهڻ.

**ڏاٻهاڙو 'ڏارو'**: ڳوار يا ڪڻڪ جو پسائي رکيل ڏارو، جيڪو وهٽن کي کائڻ لاءِ ڏبو آهي، خاص ڪري اُن کي بيماريءَ جي حالت ۾ ڏبو آهي. ان کي ڏاٻهاڙو چئبو آهي. لوڻ، ڳڙ ۽ ڪڻڪ جي ملايل ڏاري کي به 'ڏاٻهاڙو' چيو ويندو آهي.

**ڏاپڙو (ديهه)**: تعلقي ڏيپلي ضلعي ٿرپارڪر جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

واهه، سرهي، مندر ويري، ڪاري، گوڏراهي، ڏاڳو بجير، دونهي، هاشم ڪوهي، هٽڙي، ڏونگٽائي، ڊرنهه، هوٿي ڪرچ، ٿبائي، يوگرائي، شادي لنڊ، ڪانو ڇهولنڊ، ڏاپي، ڪاساري ۽ گهيٽو.

**ڏاپڙي (ديهه)**: ضلعي مٽياري، تعلقي هالا جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

مصروف پنهور، سلطان فراش، پچا، ڏاپڙي چانڊيو، ملوڪ ڏاهري، الهرکيو چانڊيو ۽ وزير لغاري.

**ڏاڍڻ پيڻ** (پکي: Dalmation or Gray Pelican / Pelecanus crispus): ڏاڍڻ پيڻ هڪ پکي آهي، جنهن جا سنڌيءَ ۾ بيا نالا ڦيٽائي پيڻ، سُهب پيڻ ۽ ديوهنس آهن. هي پکين جي نسل ۾ وڏي ۾ وڏو پکي ليکجي ٿو. هي 180 سينٽي ميٽر جسامت جو پکي وزن ۾ 15 کان 18 ڪلوگرامن جو ٿئي ٿو هن جي پرن جي پکيڙ هر هڪ پاسي ڇهن کان ساڍا ڇهه فوٽ ٿئي ٿي. هي دنيا جو ڳري ۾ ڳرو اڏامندڙ پکي آهي. هي پکي اُڏامڻ وقت گهڻو فاصلو طئي ڪري نه سگهندو آهي. نَر مادي هڪجهڙا ٿين ٿا. هن پکيءَ جو رنگ ميرانجهڙو اڇو گلابي ٿئي ٿو ۽ پرن ۾ ڪٿي به ڪارو ڪنپ ڪونه اٿس. هن کي ڏگهي چهنب سان هيٺين نارنگي رنگ جي ٿيلهي ٿيندي آهي، جنهن ۾ پاڻيءَ مان مڇيون جهلي رکندو آهي. هن پکيءَ کي مٿي تي هلڪي چوٽڙي ٿيندي آهي. هن پکيءَ جون ٽنگون گهريون سرمائي ٿينديون آهن.



ڏاڍڻ پيڻ ٽانگهي پاڻيءَ ۾ ٽٻي هڻي مڇي جهلي ٿي ۽ پوءِ چهنب مٿي ڪري پاڻي هاري ڇڏي ٿي. هن جا افزائشي علائقا ڏکڻين ۽ ڍنڍن ۾ ٿين ٿا ۽ ان جو آکيرو ترندڙ ٻوٽي جي گاديلي تي ڪانڊين ۽ گاهه جو ٺلهو هوندو آهي. مادي وقفي سان 5 کان 8 بيدا لاهي آري تي ويهندي آهي.

هي پرديسي پکي آهي. ڏاڍڻ پيڻ اڪثر سياري ۾ ڍنڍن تي نظر ايندي آهي. هي پکي سنڌ کان سواءِ يوڪرائين، روس، يونان، رومانيه، هندستان ۽ البانيه ۾ به ٿئي ٿو. سنڌ ۾ منڇر ڍنڍ هن جي خاص رهائش آهي، اتان جا مهاڻا هن پکي کي ڏاريندا آهن. هن جي چربيءَ جو تيل ڀڳل هڏن کي ڳنڍڻ لاءِ اڪسير چون ٿا.

**ڏاپو (ديهه)**: تعلقي ننگرپارڪر جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڪپليون، ڏاٽي جمعون ڀيل، آنٽڙي، گوڙي، سرهياڙي، ڇبڙڪو، ڏاپو پاڙو عثمان، ڏاپو پاڙو گل محمد، ڏاپو پاڙو ڪولهي، ڏاپو پاڙو شفيع، ڏاٽي هرجي ڪولهي، سيروهي، ڪانو اونڙو ويري، عاقلو، ڪرڙوئو، روهيڙارو، مالسريو سجڻ سمون، مالسريو منو سمون، مالسريو ڀيل، سُوندر، پاڪي، ڪانو ڀيل، ڪرشن، ٻانيڻ ٽوپو، ساهو ڀيل، گوگاويري، ٻاراڄ، ڏيوراڄ ڀيل، صويو ڀيل، سجڻ ڀيل، پاڙو همٿو ڀيل، آلو ڀيل، محسن سمون، ساجن سمون، سوپارو سمان ۽ سگرام جي ويري.

**ڏاپو/ ڏاپي**: ڏاپو، ڏڀن واري جُوءِ کي چئبو آهي. اهڙي زمين يا جُوءِ، جنهن ۾ ڏڀ گهڻا ٿيندا آهن، اُن کي 'ڏاپي زمين' يا ڏڀن واري ڏاڍي زمين چئبو آهي. ڏاپي نالي سان ٿر ۾ ڪيترا ڳوٺ پڻ موجود آهن. جهڙوڪ: ڏاپي سمان، ڏاپي ڀيل وغيره.

**ڏات** (DOT): پاڪستان ٽيڪسيشن سروس جي آفيسرن جي تربيت لاءِ 1954ع ۾ ڊائريڪٽوريٽ آف ٽريننگ (انڪم ٽيڪس) جو ادارو ڪراچيءَ جي ڪشمير روڊ تي قائم ڪيو ويو، جنهن جو پهريون ڊائريڪٽر ايس. اڪرام الله مقرر ٿيو. هيءُ ادارو 1973ع ۾ ڪراچيءَ کان لاهور منتقل ڪيو ويو. 1987ع ۾ علامه اقبال ٽائون لاهور ۾ انهيءَ ڊائريڪٽوريٽ کي منتقل ڪري به انتظامي ۽ تدريسي بلاڪ، هڪ لائبريري ۽ 30 ڪمرن تي مشتمل ٻه منزله هاسٽل ٺاهي وئي.

سي. ايس. ايس جو امتحان پاس ڪري انڪم ٽيڪس کاتي (موجوده: ان لينڊ روينيو سروس) ۾ ايندڙ آفيسرن جي اسپيشلائيزڊ ٽريننگ پروگرام (STP) سان گڏوگڏ فيڊرل بورڊ آف ريونيو (F.B.R) سان لاڳاپيل آفيسرن جا ننڍا وڏا ڪورس ۽ ٽيڪسيشن جي موضوع تي عالمي ڪانفرنسون هن ئي اداري ۾ ٿينديون آهن. 2001ع ۾ 24 ڪمرن تي مشتمل ٻه منزله هاسٽل ۽ اڪيڊمڪ بلاڪ (طارق عزيز بلاڪ) قائم ڪيا ويا، جنهن ۾ جديد دؤر جي تقاضائن موجب ٽيڪنيڪل سامان مهيا ڪيو ويو آهي.



هن اداري جي عمارت خوبصورت تعمير ٿيل آهي. اداري جون ٻه ريجنل ڊائريڪٽوريٽ اسلام آباد ۽ ڪراچيءَ ۾ به قائم آهن. جتي ننڍي سطح جي ملازمن جي تربيت ڪئي ويندي آهي.

**ڏاڏهه** [1] (ديھه): ضلعي سکر جي تعلقي روهڙيءَ جي هڪ ديھه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

دين محمد مگريو، ڏاڏهه ۽ ابڙو تيل.

**ڏاڏهه** [2] (ديھه): تعلقي سڪرنڊ ۽ ضلعي نوابشاهه جي هڪ ديھه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پراڻو ڏاڏهه، نئون ڏاڏهه، تڳيو (پٺاڻ)، خادم حسين ڪچي، حاجي سعد الله انڙ، مگيو انڙ، حاجي لونگ انڙ، نعمان پنجابي ۽ نظر محمد انڙ.

**ڏاڏي مگڻهار**: ڏاڏي مگڻهارن تي 'ڏاڏي' نالو 'ڏڏ' يا 'ڏڏ' وڄائڻ تان پيو آهي. ڏاڏي، دهل جي هڪ وجت آهي، جيڪا خطري وقت وڄائي ويندي هئي. ويجهي دور ۾ مگڻهار پڙهي ڏيڻ ۽ پڌرائيءَ لاءِ 'ڏڏ' وڄائيندا هئا. 1930ع کان اڳ تائين اهو رواج هو جو ڏاڏي مگڻهار، دهل تي ڏڏ وارا ڏونڪا هڻي (ڏڏ وارا ٻول وڄائي) وڏي آواز سان چوندا هئا ته: "پڙهو بادشاهي، ٻڌي عام خاص ته هي اعلان آهي..."

ترجا منگتا فقير ڏاڏي سڏجن ٿا، جن جا جدا جدا ڪڙم آهن، جهڙوڪ:

(1) **ڳڪسار**: هي مٺيءَ ۾ رهن ٿا.
(2) **والهيرا**: سينهار نانگڙ ڳوٺ رهن ٿا.
(3) **ڏيڏڙا**: ڏيپلي، مٺيءَ ۽ عمرڪوٽ ۾ رهن ٿا.
(4) **وارٽا**: هريار ۽ مٺيءَ ۾ رهن ٿا.
(5) **گيسورا**: ڏيپلي ۾ رهن ٿا.
(6) **ڪاروڻپار**: ڏيپلي ۽ ننگرپارڪر تعلقن ۾ رهن ٿا.
(7) **گهيلا / گهيلا**: ڪيرٽي ۽ مٺيءَ ۾ رهن ٿا.
(8) **ڪالترا**: منڙيي پٽي ۽ ڪڪراڙيي ڳوٺن ۾ رهن ٿا.
(9) **سونليا**: سينهار نانگڙ ۾ رهن ٿا.
(10) **ڏڳا**: عمرڪوٽ ۽ ڪپري ۾ رهن ٿا.
(11) **جيٽا**: عمرڪوٽ ۽ سونل ٻهه ڳوٺ ۾ رهن ٿا.
(12) **سيڌر**: مٺيءَ ۾ رهن ٿا.
(13) **ڪاريٽ**: راڻهيار، تعلقي چاڇري ۾ رهن ٿا.
(14) **بيڌ**: ڳوٺ ميهياريءَ ۾ رهن ٿا.
(15) **ڪانڙيچا**: ننگرپارڪر ۾ رهن ٿا.
(16) **ڊونڊيا**: راجوڙي ۾ رهن ٿا.
(17) **لاتر**: چاڇري شهر ۾ رهن ٿا.
(18) **سورهيا**: ننگرپارڪر تعلقي ۾ رهن ٿا.
(19) **پڙيا**: تعلقي ننگرپارڪر جي مختلف ڳوٺن ۾ رهن ٿا.
(20) **ٻهدر**: حيدرآباد ۾ رهن ٿا.
(21) **ڪاڙيرا**: پيرون مل، ضلعي سانگهڙ ۾ رهن ٿا.

**ڏاراڙ** (ديھه): ضلعي سانگهڙ جي تعلقي ٽنڊي آدم جي هڪ ديھه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حاجي قائم خاصخيلي، جلال مري، راجو مري، شاهه دوست مڪراني، حاجي حضور بخش بروهي، حبيب الله ميمڻ، حاجي جمعو بروهي، رسول بخش رند، فريد خان رند، حاجي رند، ارباب مري، عيد محمد بروهي، دائٽ، ماڪوڙائي، باغ علي پنجابي، عمر رند، مريد رند، ابراهيم مڪراني ۽ يعقوب شاهه.

**ڏارون**: (ڏسو: چارلس ڏارون، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد چوٿون).

**ڏارونَ جو ارتقائي نظريو**: چارلس ڏارون (Charles Darwin) جو جنم، 12 فيبروري 1809ع تي انگلنڊ جي شهر شروس بري ۾ ٿيو. سندس پيءُ جو نالو رابرٽ ڏارون هو جيڪو هڪ ڊاڪٽر هو. سندس ڏاڏو ابرٽسمس ڏارون به ڊاڪٽر هو ۽ ان سان گڏ شاعر ۽ فلاسافر هو.



چارلس ڏارون 'ارتقائي نظريي' سبب سموري دنيا ۾ سڃاتو وڃي ٿو سائنس ۽ سائنسدانن سندس نظريي کي مڃيو ۽ دل سان ھنڊايو. نه صرف ايترو، پر سندس ڏنل ارتقائي نظريي تحت علم حياتيات ۾ نسلي ورهاست کي نوان ڏگ ۽ رستا مليا. جڏهن ته سندس نظريي سموري دنيا کي مذهبي حوالي سان ڇرڪائي به ڇڏيو. مذهبي بنيادپرستن ڏارون تي تمام گهڻيون تنقيدون ۽ جَرحون ڪيون. پر هن سيني ڳالهين جا نهايت سنجيدگيءَ سان جواب ڏنا. چارلس ڏارون چوٽيءَ جي فطرت شناس ماڻهن مان هو. هن پنهنجي نظريي جي آڌار تي لکيل ڪتاب The Origin of Species by Means of Natural Selection ذريعي نباتاتي توڙي حيواني زندگيءَ جا نوان نمونا پيش ڪري حياتياتي شعور ۾ نوان رستا کولي ڇڏيا، جن جي ڪري زندگيءَ جي ارتقا جو فلسفو سمجهه ۾ آيو. چارلس ڏارون تيز نظر مُشاهدو ڪندڙ پورو پورو بيان لکندڙ ۽ شين کي گڏ ڪرڻ ۾ اڻٿڪ هو. هن وڏي صبر ۽ اورچائيءَ سان ٻوٽا، پٿر، جيت، جانور ۽ قديم هڏا وڏي مقدار ۾ گڏ ڪيا. ايتري قدر جو هڏن ۽ پٿرن سان سندس صندوقون ڀرجي ويون. چارلس ڏارون پنهنجي سمجهه ۽ مشاهدي کي ترجيح ڏيندو هو ۽ اُنهن شين تي ويچار ڪندو هو جيڪي سندس تحقيق ۾ ڪيس مددگار ثابت ٿينديون ۽ سندس سوچ جا ڏگ کولينديون هيون. ڏارون ساموندي سفرن دوران اُنهن

وحشين کي بہ مشاهدي هيٺ آندو، جيڪي ٽراڊيل فيوگو (Tierradel Fuego) ٻيٽن جا رهاڪو هئا ۽ وڻن سندن سخت ماحول لاءِ پوريءَ ريت قدرت جو مهيا ڪيل ساز و سامان هو پر تهذيب يافته ماڻهن ۽ سندس ماحول



1. Geospiza magnirostris
2. Geospiza fortis
3. Geospiza parvula
4. Certhidea olivacea

Finches from Galapagos Archipelago

سان لهہ وچڙ ۾ اچڻ ڪانپوءِ منجهن اڳي ڪان فرق اچي ويو هو. ڊارون جڏهن گئلاپاگوس ٻيٽن تي پهتو، جيڪو ڏکڻ آمريڪا کان پنج سؤ ڪلوميٽرن جي پنڌ تي هو ته ڄڻ ڪيس قدرت جو هڪڙو وڏو تجربي گاهہ ميسر ٿي مليو، جنهن ڊارون لاءِ اُهي رستا کولي ڇڏيا، جن تي هلندي هُن 'نسلن جو اصل' (The origion of Species) جهڙو ڪتاب لکي سموريءَ دنيا کي ڇرڪائي ڇڏيو. اُنهن ٻيٽن تي مختلف قسمن جا جاندار موجود هئا، جن جي قديم نسلن ۽ غير معمولي قسمن ڪيس اُن نظريي قائم ڪرڻ جو سُراغ ڏنو ۽ هو اهو سوچڻ ۽ سمجهڻ تي مجبور ٿيو ته زنده جاندارن ۾ تبديليون اينديون رهن ٿيون. ڊارون اُهي سمورا نتيجا جاندارن جي تبديلين مان اخذ ڪيا، هُن ان تي غور ڪيو ته جيڪڏهن سموري تخليق، هڪ ئي وقت پيدا ٿي آهي ته پوءِ ايڏا سارا جاندار ڇو موجود آهن، جن ۾ ڦيرگهير ايندي رهي آهي. هن قديم هڏن کي زنده جانورن جي هڏن سان ڀيٽي فيصلو ڏنو ته ڪن نسلن بدران قدرت ڪو اهڙو نسل آڻي ٿي، جو اهي اُنهن سان قريبي تعلق رکن ٿا. جيڪڏهن مختلف ٻيٽن جا رهندڙ جاندار ساڳين ئي ابن ڏاڏن جو نسل هجن ها ته اُنهن ۾ جيڪي هڪجهڙايون ۽ اختلاف آهن، سي سمجهہ ۾ اچي سگهن ها. اُنهي سموري خيال جي ڪري ڊارون جي ذهن ۾ ارتقائي نظريي وارو مُحرڪ جنم وٺڻ لڳو ۽ اهو صحيح بہ هو ته نسلن جي وچ ۾ تبديليون ۽ فرق هئا ۽ اُنهي تبديلي اچڻ جي ترڪيب ڪهڙي هئي ۽ اهو ڪيئن ٿي رهيو هو؟ جيتوڻيڪ اُنهي دؤر ۾ ٿامس ميٿيوز اهو نظريو پيش ڪيو هو ته انساني آبادي ڪاڏي ۽ خوراڪ ۾ ايندڙ اضافي سان تيزيءَ سان وڌي ٿي ۽ ائين خوراڪ ۽ بقا لاءِ جدوجهد پيدا ٿئي ٿي. جيتوڻيڪ ڊارون ٿامس جي اُنهي نظريي جي مقابلي ۾ هڪڙو مقالو بہ لکيو پر ڪيس اُن جو ڪو بہ جواب نہ مليو. بقا لاءِ جدوجهد جي متعلق ڊارون چيو ته "اهڙا نسل بچي ويندا، جيڪي سازگار حالتن ۾ هوندا ۽ جيڪي غير سازگار حالتن ۾ هوندا، سي ناس ٿي ويندا. اُنهيءَ عمل جو نتيجو هڪ نئين نسل جو وجود ٿيندو." ڊارون ويهن سالن تائين اُنهيءَ نظريي لاءِ ثابتيون گڏ ڪندو رهيو ۽ ساڳئي وقت هو پنهنجو مطالعو بہ جاري رکندو آيو جيڪو هُن ساموندي جهاز ۾ ٻيٽن جي مشاهدي دوران ڪيو هو. سال 1855ع ۾ علم حياتيات جي هڪڙي ماهر الفريڊ وئلس نون نسلن جي وجود بابت قانون تي هڪڙو مضمون لکيو جنهن ۾ ڪيئي اهڙا خيال هئا، جيڪي ڊارون جي اڻ شايع ٿيل ايپاس ۾ سمايل هئا. ڊارون کي اڻ شايع ٿيل مطالعي کي شايع ڪرائڻ لاءِ چيو ويو پر اُن ڳالهہ تي هن ڪو بہ ڌيان ڪونہ ڏنو ۽ پنهنجو ڪم جاري رکيو. سال 1858ع ۾ الفريڊ وئليس پنهنجو مضمون "نسلن جي پنهنجي اصل کان غير معين عرصي لاءِ جدا ٿي وڃڻ جو رجحان" کيس موڪليو جيڪو پڙهي ڊارون محسوس ڪيو ته جيڪڏهن هو پنهنجو مضمون لکي شايع ڪرائي ها ته وئلس جو هي مضمون اُن جو اختصار لڳي ها. ان ڪانپوءِ هُن پنهنجي نظريي کي دنيا آڏو آڻڻ جو فيصلو ڪيو. پهرين جولاءِ 1958ع تي وئليس جو مضمون ۽ ڊارون جو قائم ڪيل نظريو لنڊن جي لائينز سوسائٽيءَ اڳيان پڙهيا ويا. ٻئي سال ڊاروَن جو نظريو شايع ٿيو جنهن ۾ علم ارضيات، ٻوٽن ۽ جانورن جي جاگرافيائي ورهاست تي بحث ٿيل هو. اُهو ڪتاب ارتقا جي حق ۾ هڪ ڏگهو دليل هو جنهن تي اختلاف ۽ اعتراض ٿيڻ شروع ٿي ويا. ڊارون جي ارتقائي نظريي اهو تت پيش ڪيو هو ته نوان جاندار، پُراڻن جاندارن مان ئي تبديلين جي مرحلن مان گذرڻ بعد پيدا ٿيل آهن. اُنهن تبديلين جو سبب ورهاست جو عمل آهي، هُن انهيءَ نظريي جي آڌار تي انسان کي بہ ساهوارو قرار ڏنو ۽ اهو چيو ته انسان بہ جانورن جي سُڌريل شڪل آهي ۽ اُهو قديم دؤر ۾ بن مانس/ گوريلو يا لُنڊي پُڇ وارو پولڙو هو. چارلس ڊارون جي هن نظريي کي اوڻويهين صديءَ ۾ نہ رڳو يهودين، پر مشرقي قدامت پرست ڪليسا مذهبي بنياد تي رد ڪيو، ڇو ته ان جي نظريي تحت انسان جي عظيم ۽ اشرف مخلوق جو تصور ختم ٿي رهيو هو. ان لاءِ اهي دليل پيش ڪيا ويا ته انسان جي تخليق لاءِ دنيا جي تخليق کي مدِنظر رکيو وڃي ۽ اهو ڏسڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي ته هيءَ دنيا ڪيئن وجود ۾ آئي ۽ روح ڪيئن خلقيا ويا. سائنس ۽ مذهب جا اهڙا بحث ڪنهن بہ طرح هڪ ٻئي خلاف نہ آهن، بلڪ انهن ذريعي انساني ذهن، قدرت ۽ ان جي عملن کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ جي قابل ٿئي ٿو.

**ڊاسوڙي (ديهہ)**: هي ضلعي ۽ تعلقي ٽنڊي الهيار جي هڪ ديهہ آهي، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ ڊاسوڙي آباد آهي.

- واريا‌سي يا ڍُسڙ واري زمين کي بہ 'ڊاسوڙي' چئبو آهي.

**ڊاسوڙي مخدوم محمد امين**: بزرگ عالم مخدوم محمد امين، ڳوٺ ڊاسوڙي، تعلقي ٽنڊي الهيار جو ويڙهل هو هي باطني فيض ڏيڻ سان گڏ مدرسي ۾ بہ پڙهائيندو هو جنهن ۾ ڪيترائي شاگرد ظاهري علم پڙهندا هئا. هن کي 'ڊاسوڙي بزرگ' جي حوالي سان سڃاتو وڃي ٿو خواجه محمد حسن لنواري واري کان نقل آهي ته: "بزرگ ڊاسوڙيءَ جو مرشد،

دهليءَ جو رهاڪو هو ۽ هو هميشه مرشد جي زيارت ڪرڻ دهلي ويندو هو. جڏهن هن جي وفات جو وقت آيو ته فرمائڻ لڳو ته مون کي دنيا جو ڪو به فڪر نه آهي، سواءِ ان جي، جو منهنجيءَ چمار ايترو جتاءَ نه ڪيو، جو وري وري مرشد جي زيارت لاءِ دهليءَ جو سفر ڪندو رهان ها ۽ ان مان چڱيءَ طرح ڊاپجان ها.“

ڊاسوڙي بزرگ جي شاگردن ۽ مريدن مان مخدوم صابر ولهاري ۽ مخدوم ميڏنو/ مير ڏتو نصرپوري مشهور عالم ۽ درويش ٿي گذريا آهن. هن بزرگ جو ذڪر تحفة الڪرام، ارشاد الطالبين، گلشن اولياء، صفائل الغمائر، تذڪره مشاهير جهڙن ڪتابن ۾ به ملي ٿو.

**ڊاڪ بنگلو (ڪتاب):** هي ڪتاب شيخ عبدالرزاق راز جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ 118 صفحا آهن. هن جو پهريون ڇاپو حبيب پبليڪيشن سکر سال 1954ع ۾ ڇپايو.

**ڊاڪٽر ايس. آر. رائو:** مشهور محقق ۽ آرڪيالاجسٽ. ڊاڪٽر ايس. آر. رائو جو پورو نالو شڪارپورا رنگنات رائو (Shikaripura Ranganath Rao) هو. هن 1922ع ۾ جنم ورتو ۽ پنهنجي تعليم ميسور يونيورسٽيءَ مان مڪمل ڪيائين. وڏو ڄاڪوڙي شخص هو. ڪيس قديم آثارن سان وڏي دلچسپي هئي. هن بڙودا رياست جي آرڪيالاجي ڊپارٽمينٽ ۾ ملازمت ڪئي ۽ گڏوگڏ آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا ۾ مختلف عهدن تي رهي ڪم ڪيو. هن رنگپور (Rangpur)، امريلي (Amreli)، ڀگتراو (Bhagtrav)، دوارڪا (Dwarka)، هانر (Hanur)، آهولي (Aihole)، ڪويري پتنام (Kaveri Pattinam) ۽ ٻين ماڳن جي کوٽاين ۾ حصو ورتو. سندس سڀ کان اهم ڪم لوٿل (Lothal) جي ماڳ تي تحقيق ۽ ان جي کوٽائي آهي. لوٿل، تاريخ جي اوائلي بندر (Port) ۽ انڊيا ۾ سنڌو تهذيب جو هڪ اهم ماڳ آهي.



ڊاڪٽر رائو، جواهرلال نهرو فيلوشپ سان گڏ ميسور يونيورسٽيءَ مان ادب ۾ پي. ايچ. ڊي آهي. هن ڀارت ۽ ڀارت کان ٻاهر اولهه ۽ ڏکڻ جي ڪيترن ملڪن جي اهم ماڳن جي کوٽائيءَ ۾ حصو ورتو آهي. ان سان گڏوگڏ تاج محل ۽ ٻين ڪيترن تاريخي قلعن جي تحفظ (Conservation) سان به لاڳاپيل رهيو آهي. هن ڪرناٽڪ جي قديم تصويرن تي پڻ معياري تحقيق ڪئي آهي. 1980ع ۾ سرڪاري طرح رٽائر ٿيڻ جي باوجود ڊاڪٽر رائو کي انڊيا جي مکيه آرڪيالاجيڪل پراجيڪٽن جي ڊائريڪٽر جنرل طور ڪم ڪرڻ جي گذارش ڪئي وئي. ڊاڪٽر رائو جي ڪوشش سان 1981ع ۾، اڳوڻي ڊائريڪٽر ڊاڪٽر ايس. زيڊ قئازم (Dr. S. Z. Quazim) جي سربراهيءَ ۾، مئرين آرڪيالاجيڪل ويسرچ سينٽر (Marine Archaeological Research Center) قائم ڪيو ويو، جيڪو دنيا جو مڃيل ادارو آهي. هي انڊيا ۾ ’سوسائٽي آف مئرين آرڪيالاجي‘ (Society of Marine Archaeology) جو باني آهي. ڊاڪٽر رائو هندستان جي قديم آثارن جي ڪيترن ڍاڪن کان سربراهي ڪري رهيو آهي. هي هندستان جي قديم ۽ ڏندڪٿائي ماضيءَ تي، خاص ڪري ’ڪُروڪيتر يُڌ‘ بابت ’سنڌو ماتريءَ جي تهذيب‘ وارن ماڳن جي روشنيءَ ۾ تحقيق ڪري رهيو آهي.

ايس. آر. رائو، سنڌو لکت (Indus Script) جي پاڄ (Decipherment) تي وڏو ڪم آهي، ان ڏس ۾ هن هڪ اهم ڪتاب Dawn & Devolution of Indus Script لکي، 1991ع ۾ دهليءَ مان شايع ڪرايو آهي. هن سنڌو لکيت جي هڪجهڙائيءَ (Uniformity) ۽ اُن جي ٻين اولهه ايشيائي زبانن جي لکيتن ۽ آوازي اکرن (Sound Values) تي به اهميت جوڳو ڪم ڪيو آهي. هن سنڌو مهرن تي به وڏو ڪم ڪيو آهي. سندس ڪتاب Dawn & Devolution of Indus Script جي هڪ باب جو سنڌيءَ ۾ ناليواري ليکڪ عطا محمد ڀنڀري ترجمو ڪيو آهي، جيڪو سنڌي ٻولي اٿارٽيءَ ’سنڌو لکت ۽ ٻولي‘ عنوان سان، 1994ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

ڊاڪٽر ايس. آر. رائو جي راءِ اها آهي ته سنڌو لکت، برهمي ۽ سامي لکيتن (Brahmi & Sametic Scripts) کان اڳاٽي آهي ۽ اهي لکيتون، سنڌو لکيتن تان مستعار ورتيون ويون آهن. هن کوجنا ڪري ڄاڻايو آهي ته 17 نشانيون اهڙيون آهن، جيڪي سنڌو ۽ سامي لکت ۾ هڪجهڙيون آهن ۽ 16 نشانيون وري اهڙيون آهن، جيڪي برهمي لکت سان هڪجهڙائپ رکن ٿيون. هن 1000 ق. م واري دؤر جي سنڌو لکت تي بحث ڪندي لکيو آهي ته، ”اسان کي پوئين دؤر جي دوارڪا ٻيٽ ۽ جبلن تي برهمي لپيءَ ۾ اشوڪ جي لکيت مان ڄاڻ پوي ٿي ته برهمي لکت، سنڌي تصويري الف ب تان ورتل آهي ۽ سنڌو لکت ۾ به اهڙا مکيه اصول آهن، جن برهمي لکت تي گهرو اثر ڪيو آهي.“

سنڌي ۽ قديم ايراني ٻوليءَ واري بابت ۾ بحث ڪندي ڊاڪٽر ايس. آر. رائو ٻڌايو آهي ته، ”سنڌي ٻوليءَ جو قديم ايرانيءَ سان به لاڳاپو هو.“

هن سنڌو مهرن (Indus Seals) جي لکيتن کي پڙهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، خاص ڪري انگن جي پاڄ (Decipherment of numerals) هن ريت ڪئي اٿائين:

Aeka (ايڪ), tra (ٽي), Catus (چار), Panta (پنج), Happta / Sapta (ست), Dasa (ڏهه/ دس), Dvadasa (ٻارهن+ دودس) ۽ Sata (سؤ).

دوارڪا جي ’ڏندڪٿائي شهر‘ Mythical City بابت ڊاڪٽر ايس. آر. رائو جو بيان آهي ته هي وشنو جي اٺين اوتار ڪرشن جي جنم ڀومي آهي. رائو جي تحقيق ۽ مهاڀارت موجب ڪرشن، دوارڪا ٻيٽ (Kushar thali) ۾ دوارڪا قلعي جو بنياد رکيو هو، جنهن جا ڪنڊر سمنڊ هيٺ اچي ويا آهن، ان کان پوءِ هن گومتي نديءَ جي ڪناري تي ٻيو شهر جوڙايو هو.

دوارڪا ٻيٽ تي ڊاڪٽر رائو ۽ سندس ٽيم هڪ ديوار (560 ميٽر ڊگهي) ڳولي لڌي آهي، جيڪا ڪناري تان ڏسڻ ۾ اچي ٿي. اتان لڌل ٺڪرائي جي عمر 1528 ق. م آهي. هتان ڊاڪٽر رائو کي پٿر جي ٽن سوراخن وارين مهرون (mudra) وڏي تعداد ۾ هٿ آيون آهن. هن دوارڪا وٽان سمنڊ مان مليل مهرن کي لوٿل ۽ موهن جي دڙي جي مهرن جو تسلسل سڏيو آهي، جتان هڪ سوراخ واريون مهرون مليون آهن.

**ڊاڪٽر بلوچ هڪ مثالي عالم** (ڪتاب): هي ڪتاب مشهور اديب تاج جويي جو ترتيب ڏنل آهي. ڪتاب جو انتساب، ڊاڪٽر بلوچ جي ماءُ مائي صاحبزاديءَ جي نالي ڪيل آهي، جيڪا ڳوٺ جعفر لغاري (ضلعي سانگهڙ) جي هڪ سگهڙ ۽ معلم خاتون هئي، جنهن سنڌ کي ڊاڪٽر بلوچ صاحب جهڙو صالح ۽ مثالي انسان ڏنو. ڪتاب ۾ 'ڊاڪٽر بلوچ جي جيون جهلڪ' ۽ 'ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو علمي ۽ قلمي پورهيو' عنوانن وارا تفصيل تاج جويي جا تيار ڪيل آهن.




ڪتاب جي ابتدا ۾ پبلشر عثمان منگيءَ ۽ مرتب تاج جويي جي بن اکرن کان پوءِ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي زندگيءَ، شخصيت ۽ علمي ادبي ڪارنامن، تعليمي ۽ انتظامي خدمتن تي ضياءِ الدين ايس. بلبل، محمد عمر چند، مراد علي مرزا، نياز همايوني، امداد حسيني، ممتاز مرزا، ڊاڪٽر غلام محمد لاکي، تاج جويي، محمد يوسف شيخ، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي، محمد حسين ڪاشف، عابد لغاري، ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ، حميد سنڌي، عبدالرحمان مهيسر، پرواني پٽي، سحر امداد، عبدالرحمان پليجي، عزيز جعفراڻي، حافظ حبيب سنڌي ۽ رسول بخش تميميءَ جا سنڌيءَ ۾، ڊاڪٽر محمد سليم اختر، آفاق صديقي، خالد اطهر ۽ چاند بيبي سلطانہ جا اردوءَ ۾ ۽ حميده کهڙو، منيزه هاشمي، پروفيسر نذير احمد، عزيز ملڪ، ڊاڪٽر حبيب الله صديقي، سيما قريشيءَ جا انگريزي مضمون ڏنا ويا آهن. انگريزي حصي ۾ ڊاڪٽر بلوچ جو البيرونيءَ جي ڪتاب 'الجواهر في معرفت الجواهر' جو تعارف ۽ تاج جويي جو ڊاڪٽر بلوچ جي اشاعتن جو انگريزيءَ ۾ تعارف ڏنل آهي. ڊيمي سائيز جي 392 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، سنڌ ماڊڪ موتي تنظيم جي سرپرست اعليٰ عثمان منگيءَ 2001ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ان جي قيمت ڄاڻايل ڪانهي.

**ڊاڪٽر بلوچ: هڪ مطالعو** (ڪتاب): هي ڪتاب، سنڌي ٻوليءَ جي مشهور عالم، مؤرخ ۽ نقاد ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي عملي زندگيءَ، خدمتن، تصنيف، تاليف ۽ تحقيق بابت مختصر جائزي تي مشتمل آهي،




جنهن جو مصنف ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو آهي. هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر بلوچ جي سوانح، تعليم، زندگيءَ ۽ ٻوليءَ بابت خدمتن، تحقيقي ڪم، لغت جي سهيڙ بابت ڪاوشن، جهرجهنگ جهاڳي لوڪ ادب جمع ڪرڻ، راڳ، موسيقيءَ ۽ ثقافت جي موضوعن تي سندس تحقيق ۽ عربي، فارسي ۽ انگريزيءَ ۾ سندس ڪيل ڪم تي سرسري روشني وڌي وئي آهي. هي ڪتاب جوڻيجي صاحب، ڊاڪٽر بلوچ جي حياتيءَ ۾ ئي لکيو هو. موجوده وقت ۾ هي عالم انسان جي وچ ۾ نہ رهيا آهن. هن ڪتاب جا چوڏهن باب آهن. ڊيمي سائيز جي 163 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب ڀريون پيرو لاڙ ادبي سوسائٽي، بدين مان 1998ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو ۽ قيمت 50 روپيا آهي.

**ڊاڪٽر ڊرئگو** (Dr. Drago, Hermaneglid Marcos Antonio): ڊاڪٽر ڊرئگو سنڌ جو مشهور ۽ غريب پرور ڊاڪٽر ٿي گذريو آهي. سندس تعلق عيسائي مذهب سان هو سنڌ ۾ ڪيس صحت، تعليم ۽ سماجي ڀلائيءَ جي اعليٰ خدمتن جي حوالي سان سڃاتو وڃي ٿو. ڊرئگو هندستان جي علائقي گوئا ۾، 28 فيبروري 1907ع تي جنم ورتو هو بمبئيءَ جي St. Xaviour ۽ Grant Medical College ڪاليجن مان پڙهيو. 1933ع ڌاري هي ميرپورخاص آيو جتي هن پنهنجي عملي زندگيءَ جي شروعات ڪئي. 1947ع ۾ برصغير جي ورهاڱي وقت ريل ذريعي هندستان کان ميرپورخاص ۾ پهتل زخمي ۽ بيمار پناهگيرن لاءِ ريلوي اسٽيشن تي ڪئمپ قائم ڪري، هڪ بي لوث خدمتگار طور سندن مرهم پٽي ۽ علاج ڪيو. سندس ان جرئتمندانہ ڪردار کي ڏسي، 1950ع ۾ عيسائين جي پوپ Popo Pius XII، کيس Order of St. Gregory the Great جو خطاب ڏنو.

بيمار ٻارن ۽ عورتن جي علاج ڪرڻ واري جذبي هيٺ ڊاڪٽر ڊرئگو اڳتي هلي ميرپورخاص ۾ ٽي. بي سينٽر قائم ڪيو. جنهن کي هن پوءِ، اينيميا جي بيماريءَ جي روڪٿام لاءِ 'ماءُ ۽ ٻار جي صحت جي مرڪز' ۾ تبديل ڪيو.

ڊاڪٽر ڊرئگو، ڪراچيءَ جي مشهور انسان دوست ڊاڪٽر رُٿ فاءِ سان گڏجي ميرپورخاص ۾ پنهنجي ڪلنڪ جي هڪ ڪمري ۾ 'ڪوڙهہ' جي علاج لاءِ ڪِلينڪ کولي. ان کان سواءِ هن ڊاڪٽر رُٿ فاءِ سان گڏ صحت جي ڀلائيءَ جا ٻيا بہ ڪيترا ڪم ڪيا. 1981ع ۾ هن سرڪار جي پوليو جي بچاءَ لاءِ جوڙيل ڪميٽيءَ تي ميمبر طور خدمتون سرانجام ڏنيون. هن هڪ عيسائي اداري 'ميڊيڪل مشن سسٽرز' (Medical Mission Sisters) جي سهڪار سان ميرپورخاص ۾ سينٽ ٽريسا هاسپيٽل ۽ ڪراچيءَ ۾ هولي فيملي هاسپيٽل بہ قائم ڪئي.

ڊاڪٽر ڊرئگو، 5 کان 12 سالن جي ٻارن لاءِ تعليمي سينٽر پڻ کوليا، جيڪي ٻار اڳتي پڙهڻ چاهيندا هئا، تن کي 'يونائيٽيڊ يوٿ فار اي يونائيٽيڊ ورلڊ' تنظيم طرفان اسڪالرشپون وٺي ڏيندو هو. هن جو اهو بہ ڪارنامو هو تہ هن مختلف فرقن جي نوجوانن کي گڏجي ڪم ڪرڻ لاءِ همٿايو. هي روٽري ڪلب ميرپورخاص جي بنيادي ميمبرن مان هو ۽ ان جو گورنر بہ چونڊيو ويو. 1994ع ۾ کيس روٽري انٽرنيشنل اوارڊ سان نوازيو ويو. روٽري ڪلب جي گولڊن جوبليءَ جي موقعي تي سندس اعليٰ خدمتن عيوض عام ماڻهن ۽ روٽري ڪلب جي ميمبرن تمام گهڻو چندو گڏ ڪيو. جنهن مان هن ميرپورخاص ۾ ڊرئگو اسڪول ۽ هڪ گرلس اسڪول کوليا. 1967ع ۾ پاڪستان سرڪار طرفان کيس ڀريون پيرو تمغہ امتياز ۽ بيو پيرو سندس وفات کان پوءِ، 2002ع ۾ ساڳيو اعزاز ڏنو ويو. غريبن سان محبت ۽ مروت، خدمت ۽ ايثار سبب کيس ٿرپارڪر ۽ ميرپورخاص جا ماڻهو اڄ بہ ياد ڪن ٿا. سنڌ جي هن انسان دوست ڊاڪٽر 16 جنوري 1999ع تي ميرپورخاص ۾ وفات ڪئي. ڊاڪٽر ڊرئگو کي ڇهن ڌيئرن ۽ هڪ پٽ جو اولاد ٿيو. سندس چار ئي ڌيئرون ڊاڪٽر آهن. انهن مان هڪ ڌيءَ ڊاڪٽر فلومينا ڊرئگو جانسن، والد جي قائم ڪيل 'سينٽ ٽريسا هاسپيٽل' کي سنڀالي ٿي ۽ هُوءَ ميرپورخاص جي هڪ اهم سماجي اڳواڻ آهي.

**ڊاڪٽر ڊيوئارٽ**: ڊاڪٽر اڊرين ڊيوئارٽ (Dr. Adrian Duarte) مشهور تعليمدان ۽ گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد جو پرنسپال، 1 مارچ 1896ع تي ڌارواڙ (انڊيا) ۾ ڄائو هو. هن ابتدائي ۽ ثانوي تعليم حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ انفسٽن ڪاليج بمبئيءَ مان 1921ع ۾ تاريخ جي مضمون ۾ ايم. اي (M. A History) ڪئي. 1932ع ۾ يونيورسٽي آف پئرس مان ڊاڪٽر آف لٽريچر (D. Lit) جي ڊگري حاصل ڪيائين.



ڊاڪٽر ڊيوئارٽ کي سنڌ حڪومت 1943ع ۽ 1945ع ۾ انڊيا جي ملٽري ٽريننگ سينٽرن لاءِ موڪليل وفدن جو سيڪريٽري ۽ ميمبر ڪري موڪليو هو ان ڪانسواءِ ڪيس سنڌ حڪومت، سنڌ بابت تاريخي دستاويزن هٿ ڪرڻ لاءِ راجڪوٽ (انڊيا) بہ موڪليو هو ڊاڪٽر بيوئارٽ، انڊين هسٽاريڪل رڪارڊس ڪميشن تي سنڌ حڪومت پاران ميمبر بہ ٿي رهيو. ڊاڪٽر ڊيوئارٽ 32-1931ع ۾ پئرس جو سفر ڪيو ۽ هڪ پيرو وري 1838ع ۾ پئرس ويو. هن لڳاتار ڪيترن سالن تائين 'ٽائيمز آف انڊيا' ۽ 'السٽريٽيڊ ويڪلي' ۾ ڪيترا تاريخي ليک لکندو رهيو. ڊاڪٽر ڊيوئارٽ پاڪستان هسٽاريڪل رڪارڊس ڪميشن جو بہ ميمبر رهيو آهي. هن سنڌ جي تاريخ تي ڇهہ جلد لکيا هئا، پر افسوس جو اهي اشاعت هيٺ اچي نہ سگهيا.

**ڊاڪٽر رُٿ فاءِ** (سوانح: ڪتاب): هي ڪتاب، سنڌ ۾ ڪوڙهہ جي بيماريءَ تي اڌ صديءَ کان خدمتون سرانجام ڏيندڙ ناماياري جرمن سماجي خدمتگار ڊاڪٽر رُٿ فاءِ جي سوانح ۽ ڪارنامن تي ڊاڪٽر ضياءِ مطاهر جي انگريزيءَ ۾ لکيل ڪتاب: (My life, My Message: Dr. Ruth Pfau (Biography: 2004) جو سنڌي ترجمو آهي، جيڪو سنڌ جي ناماياري اديب مراد علي مرزا ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر رُٿ فاءِ جي پيدائش، تعليم، مذهب، ذاتي زندگيءَ، ڪوڙهہ جي مريضن لاءِ ڪيل سندس ڪاوشن کي 17 مضمونن ۾ پيش ڪيو ويو آهي. ڪتاب ۾ جرمنيءَ توڙي ٻين ملڪن جي سياسي ۽ سماجي حالتن تي بہ تفصيلي روشني وڌي وئي آهي. هي ڪتاب ٽي. آر. ڊي (T.R.D) حيدرآباد جي فينڪس بوڪس مان 2007ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪتاب جو پيش لفظ ظفر جوڻيجي لکيو آهي. ڪچي جلد جي رنگين ٽائيٽل سان ڊيمي سائيز جي 123 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي.




**ڊاڪٽر زواگو** (ڪتاب): ويهين صديءَ جي اهم روسي ناول نگار ۽ شاعر بورس پاسترناڪ (1890 -1960) جو هي جڳ مشهور ۽ دلڪش ناول آهي، جنهن ۾ ليکڪ، 1917ع جي روسي انقلاب کان پوءِ جيڪي ڪيس تلخ تجربا ٿيا، تن جو بيحد سچائيءَ سان ذڪر ڪيو آهي. بورس پاسترناڪ اهو محسوس ڪيو تہ هي ناول روس ۾ ڇپجي نہ سگهندو، ان ڪري خفيہ نموني يورپ موڪلي شايع ڪرايو جنهن تي ڪيس نوبل پرائيز حاصل ٿيو پر روسي سرڪار جي دٻاءَ سبب هو نوبل پرائيز وٺڻ لاءِ وڃي نہ سگهيو. اڳتي هلي هن ناول تي ڊيوڊلين (Davidlean) انگريزيءَ ۾ فلم ٺاهي، جيڪا ڪلاسڪ فلم تصور ڪئي وئي. هن ناول جا فرينچ ۽ انگريزي سميت ٻين ڪيترين ٻولين ۾ ترجما شايع ٿي چڪا آهن.




ڊاڪٽر زواگو جو انگريزيءَ مان سنڌي ترجمو ناماياري ڪهاڻيڪار ۽ نقاد رئوف نظاماڻيءَ ڪيو آهي، جنهن کي سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشوري، 2010ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. ڊيمي سائيز جي 626 صفحن تي مشتمل هن ناول جي قيمت 400 روپيا آهي.

**ڊاڪٽر ريمنڊ آلچن** (Dr. Raymond Alchin): آثارِ قديم جي هن ماهر جو پورو نالو فرينڪ ريمنڊ آلچن هو. سندس جنم 9 جولاءِ 1923ع تي لنڊن جي شهر Harrow ۾ ٿيو هن پنهنجي ابتدائي تعليم ويسٽ منسٽر ايبي مان حاصل ڪرڻ بعد فن تعمير ۽ عمارتسازيءَ جو علم ۽ سکيا حاصل ڪرڻ لاءِ ريجينٽ اسٽريٽ پولي ٽيڪنيڪ جي اداري ۾ داخلا ورتي، پر جلد ئي Royal Corps of Signal جي فوجي دستي سان گڏ هندستان ڏانهن روانو ڪيو ويو جتي ڏکڻ هندستان جي فوجي دستن جي ڳجهين سازشن ۽



اوسي پاسي جي جنگي ماحول کي نظر انداز ڪري هن ٻيهر پنهنجو ڌيان فن تعمير ۽ ڏکڻ ايشيا جي تاريخ ۽ ثقافت طرف ڏنو. جنگ ختم ٿيڻ ڪانپوءِ هن School of Oriental and African Studies مان هندي ۽ سنسڪرت ۾ بي. اي. جي ڊگري حاصل ڪئي. جڏهن تہ 1954ع ۾ آثارِ قديمہ جي شعبي مان پي. ايچ. ڊي جي سند حاصل ڪيائين. عملي زندگيءَ جي شروعات هندستاني آثارِ قديمہ ۾ ليڪچرار طور ڪيائين. 1959ع ڌاري ڪيمبرج روانو ٿيو ۽ هندستان، پاڪستان، نيپال، بنگلاديش ۽ سريلنڪا تي تحقيق ڪندي پنهنجي عملي ۽ تحقيقي ڪم جي باقاعده شروعات ڪيائين. 1921ع ڌاري برطانوي اڪيڊميءَ ۾ امتيازي رڪن مقرر ڪيو ويو. ڪيمبرج يونيورسٽيءَ سان گڏ چرچل ڪاليج ۾ 30 سالن جي طويل عرصي تائين پڙهائڻ جي پيشي سان وابستہ رهيو.

1989ع ۾ ڪيمبرج يونيورسٽيءَ مان رٽائر ٿيڻ بعد ڪيس ڏکڻ ايشيا جي آثارِ قديمہ جي Emiritus Reader جو خطاب ڏنو ويو. هن برجيٽ آلچن سان شادي ڪئي، جنهن سندس تحقيق جي ڪم ۾ وڏي مدد ڪئي. ڏکڻ ايشيا، قديم هندستان ۽ ايران تي تحقيق جي حوالي سان هن پنهنجي گهرواري برجيٽ آلچن، پروفيسر هيرالڊ بيلي، پروفيسر جوهانا وين، لوهينزن ڊي ليو ۽ ڊاڪٽر جان وان لوهيزن جي سهڪار سان يونيورسٽيءَ جي سطح تي 1987ع ۾ هڪ ٽرسٽ قائم ڪيو، جنهن سان ڏکڻ ايشيا جي

ليڪچرن، سيمينارن ۽ تدريسي موضوعن تي بحث مباحثي جي رٿيل پروگرامن ۾ ريمنڊ آلچن ۽ سندس گهرواري برجيٽ آلچن شاگردن جي سرپرستيءَ جو ڪم سرانجام ڏيندا رهيا. سندس ڪيل اهم تحقيقن ۽ کوجنائن ۾ نئين پٿرجي دؤر Deccan Neolithic جي آثارن جي کوجنا (Utnur 1961-63 & Piklihal 1960) اهم آهي. هن انهيءَ سلسلي ۾ پنهنجي گهر [illegible] ٽ آلچن سان ننڍي کنڊ جي تاريخ کان اڳ وارن [illegible] تميز [illegible] ندي ان ڪم جو خاڪو تيار ڪيو. ٻنهي گڏجي The Birth [illegible] ndian Civilization جهڙو ڪتاب لکيو، جيڪو ڪيمبرج [illegible] ٽي پريس مان [illegible] ڇپيو. هي رڳو آرڪيالاجسٽ ڪونه هو، پر سٺو مترجم به هو. [illegible] ڪاليداس کي انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيو. اهو ترجمو اڄ به انگريزي ادب ۾ [illegible] اهڪار مڃيو وڃي ٿو. 'ڪويتا وليءَ' تي سندس لکيل مقدمو سندس [illegible] ادبي ڄاڻ ۽ سنسڪرت تي دسترس جو ثبوت آهي. هن مهر ڳڙهه [illegible] ٿانون کان اڳ واري دور (Pre Pottery Period) کي دنيا [illegible] ڪرايو. ان کانسواءِ هن گيتا دؤر جي اشوڪ اعظم جي انهن [illegible] ٽ ڪيو جيڪي ڪيس هندستان جي پرياسي وارن [illegible] و ترجمو ۽ تشريح لکيائين. اهي ڪتبا/ لکتون قديم [illegible] هئا.

[illegible] ڳڙهه مان لڌل آڳاٽي دؤر جي Pre-Pottery ۽ انوراڌاپور [illegible] يل آڳاٽي اشوڪا براهمي لکت جا ڪتبا به اچي وڃن ٿا. [illegible] حي آڌار تي پنهنجيءَ سرپرستيءَ هيٺ آثارِ قديمه جي [illegible] الي سان شمارياتي خصوصيتون اجاگر ڪيون. [illegible] يدان ۾ پاڻ ملهايو.

[illegible] سريلنڪا جي قومي تحقيقي ادارن ۾ ڊائريڪٽر [illegible] رض سر انجام ڏنا. سندس تحقيقي ڪم تي مشتمل مختلف [illegible] تاب ڇپيل آهن. هن پهريون ڪتاب ننڍي کنڊ جي ابتدائي تاريخي آثارن بابت پنهنجي گهرواريءَ برجيٽ آلچن سان گڏ The Birth of Indian Civilization ، 1968ع ۾ شايع ڪرايو. جنهن وڏي مقبوليت ماڻي. سندس ٻيو تحقيقي ڪتاب The Rise of Indian Civilization in India and Pakistan، 1982ع ۾ ڇپيو. ان کانسواءِ سندس مشهور ڪتاب The Archaeology of Early Historic South Asia 1995ع ۾ شايع ٿيو.

آثارِ قديمه جي هن ماهر ۽ استاد 4 جون 2010ع تي وفات ڪئي. سندس ڪيترين لکڻين گهرواريءَ برجيٽ آلچن سان گڏيل طور ڇپيل آهن. جن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

- Neolithic Cattle Keepers of South India (1963).
- The Petition of Rama (1966).
- The Archaeology of Afghanistan (1978) with
- Norman Hammond.
- The Rise of Civilization in India & Pakistan (1982).
- Archaeology of Early Historic South Asia: Emergence of Cities & States (1995).

**ڊاڪٽر سنديلو لائبريري:** ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي جي ذاتي لائبريري، 1942ع کان لاڙڪاڻي ۾ قائم آهي. هن لائبريريءَ ۾ سنڌي، هندي، گرمکي ۽ سنسڪرت ٻولين جي ڪتابن جو وڏو تعداد ۽ گڏوگڏ لغتن جو به چڱو موچارو ذخيرو موجود آهي. ان کان سواءِ ان ۾ هزارن جي تعداد ۾ رسالا ۽ اخبارون به آهن. ڊاڪٽر سنديلو لائبريريءَ ۾ ڪافي پراڻا ڪتاب به آهن. هيءَ لائبريري هن وقت سندس فرزند ڊاڪٽر اسلم سنديلي وٽ لاهوري محلي، لاڙڪاڻي ۾ آهي.

**ڊاڪٽر سنديلو، هڪ مطالعو** (ڪتاب): هي ڪتاب ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي جو نامور محقق ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي بابت لکيل آهي. هن ڪتاب جو انتساب ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي نالي آهي. ڪتاب جو مهاڳ جوڻيجي صاحب پاڻ لکيو آهي. هو مهاڳ ۾ لکي ٿو ته: "هي ڪتاب فقط هڪ تعارفي ڪتاب آهي. ان جي هر باب ۾ آيل موضوع اجا به وڌيڪ تحقيق گهرن ٿا... هن مختصر ڪتاب جي وسيلي محترم دوست ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي کي پنهنجي محبت جا هي چند گل پيش ڪري رهيو آهيان. سندس زندگيءَ ۽ علمي ڪم جو هي مختصر جائزو آهي. سندس ڪم اجا به وڌيڪ محنت ۽ مطالعو گهري ٿو ادبي مڃتا طور ڪيس جيڪي انعام ۽ ميڊل مليا، تن جي ڪا گهڻي اهميت نه آهي. انهن کان گهڻو مٿي سندس ڪم آهي."




هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر سنديلي جي سوانح عمري، ولادت، تعليم، لوڪ ادب، لغت ۽ لسانيات جي ڪم جو تفصيل ڏنل آهي. سندس تصنيفن ۾: تحقيق لغات سنڌي، پهاڪن جي پاڙ، سامي ڌاتو ڪوش، سچل لغات، اصطلاحن جي اصليت وغيره شامل آهن. ان کان سواءِ ڊاڪٽر سنديلي جا مقالا، سندس ذاتي لائبريري ۽ سندس چند خطن جا عڪس به هن ڪتاب ۾ موجود آهن. ڪتاب جو ضميمو پير سعيد حسن لکيو آهي. ڪتاب جي آخري صفحي تي قطع تاريخ احمد خان آصف مصراڻيءَ جي لکيل آهي. 56 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جو ملهه 30 رپيا آهي. هي ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو اڪيڊمي، لاڙڪاڻي، 2002ع ۾ ڇپائيءَ پڌرو ڪيو آهي.

**ڊاڪٽر محبت اڪيڊمي قنبر:** قنبر شهر جي علمي، ادبي، سياسي، سماجي ۽ ڄاڪوڙي شخصيت ڊاڪٽر محبت ٻرڙي جي وفات بعد 1997ع ۾ ڊاڪٽر محبت ٻُرڙي جي دوستن ۽ شاگردن، ڊاڪٽر محبت اڪيڊمي جي هٽ هيٺ هڪ ڪتبخانو قائم ڪيو آهي. هن ڪتبخاني ۾ مختلف موضوعن تي مشتمل ڪتابن جو چڱو خاصو تعداد موجود آهي. ڪتابن کان سواءِ مختلف رسالا، ادبي مخزن، سووينئر، ڊاڪٽر محبت ٻرڙي جا لکيل ڪتاب ۽ ٻيو ڪافي مواد موجود آهي. هن اڪيڊميءَ جو سربراهه شاعر رياضت ٻرڙو آهي. اڪيڊميءَ طرفان ڊاڪٽر محبت ٻرڙي جي تحقيقي ڪم کي ڪتابي شڪل ڏيڻ سميت ٻين ليکڪن جا ڪتاب ڇپائڻ به هن اڪيڊميءَ جو ڪم آهي. هن اڪيڊميءَ طرفان هن وقت تائين ڪيترائي ڪتاب ڇپجي پڌرا ٿي چڪا آهن.

**ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جو ڪتبخانو:** هي ڪتبخانو ڊاڪٽر عبدالمجيد ميمڻ جو لاڙڪاڻي ۾ ذاتي ڪتبخانو آهي. هن ڪتبخاني ۾ پندرهن هزار کن ڪتاب موجود آهن. جن ۾ قديم ڇاپي ڪتاب، قلمي نسخا، ناياب ڪتاب ۽ ڪيترن ئي ناياب ڪتابن جا فوٽو اسٽيٽ، ناياب ڪتابچا، رسالا ۽ پمفليٽ شامل آهن. سال 1949ع کان ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ ڪتاب گڏ ڪرڻ شروع ڪيا ۽ ائين وڌندي ڪتابن جو وڏو ذخيرو گڏ ٿيندو رهيو. هنن لاتعداد ڪتابن مان اڪثر تاريخ، ادب، ثقافت، مذهب ۽ فلسفي وغيره تي لکيل آهن. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جي لائبريري لاڙڪاڻي جي اها واحد لائبريري آهي، جنهن ۾ ٻارهين صديءَ جا ڪتاب به موجود آهن. ڊاڪٽر عبدالمجيد ميمڻ جي حياتيءَ ۾ هن ڪتب خاني جي ڪتابن جي ججهي تعداد سبب لائبريءَ کي وڏي اهميت حاصل هئي.

**ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ـ تعزيتي تاثرات (ڪتاب):** هي ڪتاب سنڌ جي برک محقق ۽ عالم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ بابت تعزيتي تاثراتن تي مشتمل آهي. ڊاڪٽر بلوچ جي وڇوڙي جي موقعي تي




نالي وارين شخصيتن ۽ اهل علم و ادب ماڻهـ[...] تعزيتي نوٽ بوڪ تي جيڪي تاثرات لکيـ[...] هئا، تن کي ترتيب ڏئي هن ڪتاب ۾ شامـ[...] ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر قاضـ[...] خادم، ڊاڪٽر پروين منشي، شمس جعفراڻي[...] ڊاڪٽر فهميده حسين، فقير محبت علي مسافر[...] يوسف لغاري، سردار خان محمد خٽڪ ۽ ٻيـ[...] مشهور شخصيتن جا تاثرات شامل آهن[...] ڪتاب جي پهرين صفحي تي پير سائين پاڳارا[...] شاهه مردان شاهه جو تعزيتي خط ڏنو ويو آهي[...] پونئرن لاءِ لکيو هو. هن ڪتاب جو ايڊيٽر محمد ارشد بلوچ ۽ مرتب حافظ محمد يوسف پنهور سڪندري آهي. هن ڪتاب جو انتساب ڊاڪٽر بلوچ جي نياڻي حميده بلوچ جي نالي ڪيو ويو آهي. ڪتاب جا ٻه اکر 'سنڌ ماڻڪ موتي تنظيم جي سرپرست اعليٰ محمد عثمان منگيءَ لکيا آهن. ان کانسواءِ ڊاڪٽر بلوچ جي نياڻي حميده بلوچ، پٽن: رفيق بلوچ، محمد شفيق بلوچ، ننهن زيب النساءِ لغاري ۽ ٻين جا تاثرات پڻ شامل ڪيا ويا آهن. هي ڪتاب سنڌ ماڻڪ موتي تنظيم 2011ع (1432هه) ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي ۽ ڪتاب جي قيمت 200 روپيا آهي.

**ڊاک (Bastard teak):** برصغير جو هڪ مشهور وڻ، جيڪو سنڌ سميت پاڪستان جي مختلف صوبن ۾ ڪثرت سان ٿئي ٿو هن جا گل نارنگي رنگ جا ٿين ٿا، جن کي 'ڪيسو ڦل' چيو وڃي ٿو هي وڻ ٻارهن کان پندرهن ميٽر ڊگهو ٿئي ٿو ۽ ان جو پن ٽه پتو ٿيندو آهي، جنهن جي ڏانڊي ڏهن کان پندرهن سينٽي ميٽر ٿيندي آهي. هن جا پن سياري ۾ ڇڻي پوندا آهن. هيءُ وڻ فيبروري ۽ مارچ مهيني ۾ گل ڪندو آهي. هن جي ميوي ۾ هڪ ٻج هوندو آهي، جنهن کي سنڌيءَ ۾ 'ڇاڇرو' چوندا آهن. ٻهراڙيءَ ۾ ڇاڇري جون ٽڪيون چوندا آهن. هي ٽڪيون پيٽ جي ڪيڙن کي خاص ڪري Round worm ۽ Tape worm لاءِ فائديمند آهن. حڪيمن موجب هن وڻ جي تازن ٻجن جو پائوڊر Ascaris لاءِ انتهائي موثر آهي. هن وڻ جا پن مقوي باهه آهن. رطوبتون خشڪ ڪرڻ ۽ رت روڪڻ ۾ مددگار ٿين ٿا.



دستن ۽ پيچش کي ختم ڪرڻ لاءِ هن وڻ جو ڪونئر مفيد هوندو آهي. ڦٽ، ڦرڙي، بواسير، زخم ۽ سوڄ لاءِ ڊاک جي پنن جي لپري فائديمند آهي. پنن کي ڪاڙهي، ان جا ڳرڙا ڪرڻ سان ڳلي جي سُرسُس سوڄ ۽ زخم جو علاج ٿئي ٿو. قولنج جي سور ۽ بواسير لاءِ هن وڻ جا پن ڪارائڻ سان فائدو ٿئي ٿو. هن وڻ جي ڪنئر کي ڪسرڪس چوندا آهن. هن جي پاڙ شبڪوري ۽ اکين جي بيماريءَ لاءِ مفيد آهي. هن جي پنن جو پاڻي تي. بي ۽ رت بند ڪرڻ لاءِ ڪم اچيندا آهن. تازن ٻجن ۾ پروٽيوليٽڪ ۽ رائيوليٽڪ انزائيم ٿيندا آهن. لائيوليٽڪ انزائيم مرڪب آهي. پلانٽ پروٽينز ۽ پولي پروٽين، پيسٽ ٽرائيپمسن وانگر عمل ڪري ٿو.

هن وڻ جا گل سوڄ تي ليپ مکڻ سان سوڄ ختم ڪن ٿا. پيشاب ۽ حيض جاري ڪرڻ لاءِ مفيد آهن.

ڊاک جا ٽي قسم ٿين ٿا، جن ۾ اڇي ڊاک، ڳاڙهي ڊاک ۽ ڪاري ڊاک شامل آهن. هن جا گول داڻا ٿين ٿا، جيڪي پاڻيءَ سان پريل هوندا آهن. ڊاک دماغي حوالي سان ڪافي فائديمند آهي. ڳهاٽي رت کي صاف ڪري ٿي. نئون رت پيدا ڪري ٿي. جگر جي گرميءَ کي گهٽائڻ لاءِ فائديمند آهي. اُڃ گهٽائي ٿي ۽ جسم کي ٿلهو بنائي ٿي. ڊاک سيني، ڦڦڙن، معدي، گردي ۽ مثاني جي بيمارين ۾ به مفيد آهي. ڊاک ڪاري ڪامڻ ۾ علاج طور به استعمال ڪئي ويندي آهي.

**ڊال** (ديهه): تعلقي ۽ ضلعي نوشهري فيروز جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ٻقا محمد (صاحب خان)، ٻروچن جو ڳوٺ، پنٽن جو ڳوٺ، قائم پٽي، ڪوٽ نورنبي، ڪوٽ غلام نبي، طفيل احمد پنجابي، فارم غلام نبي، حاجي شير محمد ڏاهري، آدم لاشاري، مبارڪ لاشاري، اسماعيل ويسر ۽ لعل بخش بروهي.

**ڊالٽن رٽ موجب تعليم (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب پارڪهرسٽ جي مشهور ڪتاب 'Education on the Dalton Plan' جي آڌار تي لکيل آهي. ڪتاب جو ليکڪ پروفيسر شيوارام نرسنگهداس ڦيرواڻي آهي. هن ڪتاب ۾ نون ورهين جي عمر کان وٺي شاگردن کي پنهنجو ڪم پاڻ پوري ڪرڻ



جي سکيا ڏني وئي آهي. ڪتاب تي ڇپائيءَ جو سال ڄاڻايل نہ آهي. پر مصنف طرفان لکيل پومڪا (پيش لفظ) ۾ تاريخ 08 مئي 1929ع لکيل آهي. ان حساب سان هن ڪتاب جي ڇپائيءَ جو سال 1929ع ٿيندو.

هيءُ ڪتاب بلوٽسڪي پريس حيدرآباد، سنڌ ۾ ڇپيو. ڪرائون سائيز جي 120 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 1 پئسو ڄاڻايل آهي.

**ڏالي منڊي** (ديھ): تعلقي حيدرآباد جي هڪ ديھ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

واڻڪي وسي، مريد لغاري، ڄام لغاري، صالح دل.

**ڏاماهو/ ڏاماسو** (Prickly Clover): ڏاماهو ڪانديري جهڙو ٻوٽو آهي، جنهن جو لاطيني نالو Fagonia arabica آهي. هي ٻوٽو عام طرح سنڌ، پنجاب، دکن ۽ ميسور ۾ پيدا ٿئي ٿو. عام طور ڪڪرائين يا سخت زمين ۾ ٿيندو آهي. هن جا پن سنها ۽ ننڍا ٿيندا آهن. ان جا گل ننڍا ۽ هلڪا ٿيندا آهن.



سڄو ٻوٽو ڪنڊن سان ڀريل ٿيندو آهي. هن ٻوٽي کي پاڻيءَ ۾ ٽهڪائي، ان جي پاڻيءَ سان مَلي يا ڦٽ ڦرڙين واري ماڻهوءَ کي وهنجارڻ سان فائدو ٿيندو آهي.

**ڏامڻ** (گاھ): ڏامڻ گاھ پرڻ جهڙو ٿيندو آهي، پر هن ۾ سخت ڪنڊن وارا پورا سنگ ٿيندا آهن. هيءُ گاھ گهڻو ڪري سمورا جانور شوق سان کائيندا آهن ۽ طاقت وارو چارو سمجهيو ويندو آهي. هي گاھ گهڻو ڪري پٽن تي وڏي جهوڙي جي صورت ۾ ٿيندو آهي. هن گاھ کي پچڻ ڪانپوءِ ڪٽي جمع ڪري ضرورت وقت استعمال ڪري سگهجي ٿو.

**ڏامڻ لنڙيون يا وڄٽيءَ جو ساٽ** (رسم): هي هڪ رسم آهي، جيڪا سنڌ ۾ رائج آهي. شادين جي موقعي تي ڏامڻ گاھ جون ڏاريون يا لامون پٽي، انهن جي موڙي ٺاهبي آهي، جنهن سان شاديءَ جي رسم ۾ ساٽ ڪبو آهي. جتي ڏامڻ گاھ نہ ٿيندو آهي، اتي وڄٽيءَ جي ڳن سان، ماناڻي جي ساٽ وانگر گهوٽ ۽ ڪنوار کي ٽي ٽي ڀيرا ساٽ ڪيو ويندو آهي. هن رسم دوران ساٽ جو مخصوص ڳيچ/ سهرو پڻ ڳايو ويندو آهي.

**ڏامڻ مون** (ديھ): تعلقي ميرپور ماٿيلي جي هڪ ديھ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جمعو ملڪ، مريد فقير اڪبر ملڪ، حاجي الله بخش پتافي، غلام مصطفيٰ پتافي، مبارڪ ملڪ، حسين فقير مڱريو ڦوڳ ملڪ، علي شير ملڪ، سليمان لنڊ، محمد بچل گبول ۽ سومر ملڪ.

**ڊان** (Dawn: اخبار): ڊان، پاڪستان جي مشهور انگريزي اخبار، جنهن جو گجراتي ايڊيشن بہ نڪرندو آهي.

مسلم ليگ لاءِ آزاديءَ جي تحريڪ دوران هڪ انگريزي اخبار جي ضرورت محسوس ڪندي، قائداعظم محمد علي جناح 26 آڪٽوبر 1942ع تي ڊان اخبار شروع ڪرائي، جنهن جو پهريون ايڊيٽر جوزف هو. شروع ۾ 'ڊان' اخبار دهليءَ کان هفتيوار شايع ٿيندي هئي. ان وقت کان وٺي

FOUNDED BY QUAID-I-AZAM MOHAMMAD ALI JINNAH

DAWN

ننڍي کنڊ جي مسلمانن جي معاشي تعليمي، سياسي ۽ ثقافتي، مذهبي تقاضائن ۽ امنگن جي ترجمان ۽ آزاديءَ جي جدوجهد ۾ مددگار ثابت ٿي. پاڪستان جي قيام ڪانپوءِ ڊان جي هيڊ آفيس پاڪستان جي پهرئين دارالحڪومت ڪراچيءَ منتقل ڪئي وئي. ان وقت هن اخبار جو ايڊيٽر الطاف حسين گوهر هو جنهن پنهنجي ايڊيٽوريلن ذريعي وڏو نالو ڪيو. جنهن گهٽيءَ مان ڊان نڪرندي هئي، ان کي اڄڪلھ 'الطاف حسين گوهر روڊ' جو نالو ڏنو ويو آهي.

بعد ۾ اخبار جي سرڪيوليشن وڌائڻ لاءِ قائداعظم محمد علي جناح پنهنجي ويجهي ۽ گهاٽي دوست يوسف هارون تي اخبار جي ذميواري وڌي. ان وقت هو The Herald اخبار ڪڍڻ جي تياريءَ ۾ هو. پر بعد ۾ The Dawn ڪڍڻ تي راضي ٿيو. پاڪستان جي قيام ڪانپوءِ هن اخبار بدعنوان سياستدانن ۽ آمرن تي تنقيد ۾ ڪا ڪسر نہ ڇڏي. ايسٽائين جو 1965ع ڌاري الطاف گوهر ايڊيٽر جي عهدي تان استعيفا ڏئي ڇڏي. هي ايڏو اثر رکندڙ صحافي هو، جو صدر ايوب خان کيس پنهنجي ڪابينا ۾ وزير ٿيڻ جي آڇ بہ ڪئي. 'ڊان' پنهنجن صفحن ۾ دنيا جي مشهور اخبارن The Loss Angeles Times، The Washington Post ۽ The Independent وغيره جا مکيہ ايڊيٽوريل ڇاپي، پڙهندڙن کي عالمي مواد کان آگاھ ڪندي رهي آهي. ڊان اخبار هن وقت سنڌ جي هارون فيملي جي انتظام هيٺ آهي ۽ ان جو سرپرست حميد هارون آهي، جيڪو APNS جو بہ عهديدار آهي. 'ڊان گروپ' جي اهتمام هيٺ 'هيرالڊ' مئگزين بہ شايع ٿيندي آهي. هن اخبار جي مکيہ آفيس ڪراچيءَ ۾ آهي، جڏهن تہ ان جو لاهور ۾ بہ دفتر آهي. سڄي ملڪ سميت هن اخبار جا نمائندا دنيا جي مختلف ملڪن ۾ مقرر آهن. 2004ع جي هڪ سروي موجب روزاني ڊان جي سرڪيوليشن هڪ لک 38 هزار هئي.

آچر ڏينهن هيءَ انگريزي اخبار ٽن حصن تي مشتمل هوندي آهي، خبرن ڪانسواءِ ان ۾ مختلف شين جي خريد و فروخت ۽ نوڪرين جا اشتهار، ڪاروباري خبرون ۽ تجزيا شامل هوندا آهن. ڇنڇر تي ٻارن لاءِ 'ينگ ورلڊ' مئگزين به شايع ڪئي ويندي آهي. ڊان اخبار جي اهم ليکڪن ۾: اردشير ڪائوسجي، عرفان حسين، نديم ايف پراچا، عاصمه جهانگير، انور سعيد، جاويد نقوي، عائشه صديقي، ڪامران شفيع شامل آهن. هن وقت ڊان گروپ جو چيف ايگزيڪيٽو آفيسر (CEO) حميد هارون ۽ ايڊيٽر ظفر عباس آهي. جولاءِ 2007ع ۾ The Dawn News نالي سان هڪ انگريزي چئنل به شروع ڪيو ويو هو جيڪو مالي مسئلن سبب هن وقت انگريزيءَ بدران اردوءَ ۾ پنهنجي نشريات هلائي رهيو آهي. 'ڊان نيوز چئنل' قومي ۽ عوامي مسئلن تي آزاد صحافتي معلومات ڏئي ٿو ۽ ان جو شمار ملڪ جي وڏن نيوز چئنلن ۾ ٿئي ٿو.

**ڏانبيءَ جو دڙو** (ماڳ): هيءُ دڙو تعلقي وارهه، ضلعي قنبر- شهدادڪوٽ ۾ ايف. پي بند جي اولهه طرف هڪ ميل جي پنڌ تي واقع آهي. دڙو 15 کان 20 فوٽ اوچو آهي. دڙي جي ڪل ايراضي پنجن ايڪڙن تي ڦهليل آهي. دڙي جي ڏکڻ ۾ بدام ڊنڊ آهي. هي دڙو 'سنڌ جي قديم آثارن جي ڊائريڪٽري' ڪتاب ۾ درج آهي. هن دڙي جي تحقيقاتي کوٽائي نه ٿي آهي، تنهنڪري دڙي متعلق ڪو به اندازو نٿو ڪري سگهجي.

**ڏانڊو** (ديهه): هيءَ ديهه يونين ڪائونسل گهگهر، ٽپي درساڻي چني، بن قاسم ٽائون، تعلقي ڪراچيءَ ۾ واقع آهي. سمندري بابا جي مزار، پاڪ لينڊ سيمنٽ فيڪٽري، آرمي جو ٽريننگ سينٽر وغيره هن ديهه ۾ آباد آهن. هتي ٽڪرين ۽ جبلن ۾ ڦٽل غارون هيون، جن کي ڏانڊو چوندا هئا، جنهنڪري هن ديهه تي ڏانڊي نالو پيو. هيءَ ديهه سڪڻ نئن جي ڪنڌيءَ تي واقع آهي. هن جي اوڀر ۾ ٺٽي ضلعي جون سرحدون آهن. هتي اڪثر سالار جوکين جا ڳوٺ آباد هئا ۽ انهيءَ ذات وارن جون هتي زمينون هيون، جيڪي فوجين کي الاٽ ڪيون ويون آهن. هن ديهه جو سڪڻ نئن جي ساڄي ڪنڌيءَ وارو علائقو زرعي زمين تي مشتمل آهي، جتي زرعي فصل اپايا وڃن ٿا.

**ڏانگرو** (مڇي): هن ساموندي مڇيءَ کي Barramundi/ Lates Calcarifer چوندا آهن. هي مڇي پئسفڪ سمنڊ کان وٺي عربي سمنڊ تائين عام جام ملي ٿي. هن مڇيءَ جو ذڪر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سنڌ جي ساموندي مڇين واري ڪتاب 'ڪاري جي مڇي' ۾ ڪيو آهي. هي مڇي وچولين وڏين مڇين ۾ شمار ٿئي ٿي. هن جي ڊيگهه 6 فوٽن تائين به ڏٺي وئي آهي. هن جو بدن هيٺ سڌو پر مٿي گولائون آهي، جيڪو مٿينءَ پنڪڙيءَ کان پوءِ لهوارو ٿي منڊيءَ سان ملي ٿو هن جي منڊي عام ڇيلري مڇين کان مختلف، پر جرڪي سان مشابهت رکي ٿي. هن جو وات ڇپترو وڏو ۽ ويڪرو ٿئي ٿو هن جي وات جي صفا مٿان گول گول ڪاربون اکيون ٿين ٿيون. هن مڇيءَ کي ڪنهڙ وٽ ساڄي ڪاٻي به پنڪڙا ٿين ٿا، جن جا ڪندا وڪريل هوندا آهن. هن مڇيءَ کي وات جي هيٺينءَ پاسي هڪ سخت ڪندو ٿيندو آهي، جيڪو خطري مهل استعمال ڪندي آهي. سڄي بت تي چلر وريل اٿس، جيڪي سڀ اڇا چلڪڻا، پر مختلف پاڻين جي ڪري ڪارسرا ساوا به ڏسڻ ۾ ايندا آهن. انهن تي ٻي ترتيب ڇٽا به ٿين ٿا، جيئن ڇٽي مڇيءَ تي ٿيندا آهن. هن جو منڊيءَ کان مٿي وارو حصو ويڪر ۾ سهرو ٿيندو آهي. هن کي هيٺان ٻه عدد هڪٻئي جي سامهون پنڪڙا ٿيندا آهن. هڪ پنڪڙو



هيٺين- ڪنڊي نموني جو ٿئي ٿو جنهن کي پولهه- پنڪڙو (Anal Fin) چوندا آهن. اهو ڪافي ويڪرو ۽ ان جا ڪندا هڪٻئي سان ڳتيل ٿيندا آهن. هن جي پڇ وٽ ڳچي (Candal Peducle) چڱي ڊگهي ۽ ويڪري ٿئي ٿي، جڏهن ته پڇ (Candle Fin) به چانگو ۽ ڪندن سان ڳتيل ٿئي ٿو. هيءَ مڇي چلرن جي سناءَ ۾ ديو مڇيءَ جهڙي آهي، پر ديو صفا ننڍي مڇي ٿيندي آهي. ديو به اصل ساموندي مڇي آهي. هي به آهي ته ساموندي مڇي، پر سمنڊ مان چاڙهه ڪري مٺي تي به ايندي آهي، دنيا جي هرحصي ۾ ملندي آهي. هن جو گذر جرڪي وانگر ننڍين مڇين ۽ جيتن جڻين تي آهي. ننڍا ننڍا گانگٽ سندس مرغوب غذا آهن. چوماسي جي مند ۾ نر ڏانگرا مختلف هنڌن تان مادي مڇين جي پويان پوندا آهن ۽ مادين سان وڙهندي وڙهندي لڳ ڪندا آهن. مادي آني ڪندي آهي. مادي، پاڻيءَ جي ڳوچارن ۾ آنا لاهيندي آهي ۽ سندن سنڀال ڪندي آهي. سنڌ ۾ هيءَ مڇي وڏ ۾ وڏ پنجن ڪلوگرامن تائين ملي ٿي. آسٽريليا ۽ ملائيشيا ۾ هي مڇي تلائن ۾ رکي وڃي ٿي، پر اسان وٽ هن کي پالڻ جو رواج اڃا نه پيو آهي.

**ڏانگهرو** (رڇ جو قسم): هي مڇي مارڻ لاءِ ڪتب ايندڙ رڇ جو هڪ قسم آهي. ملاح ڏانگهري رڇ ذريعي ڪنارن سان مڇي ماريندا آهن. ڏانگهري کي ٻنهي پاسن کان ڪائيون ٻڌندا آهن. جن ۾ هڪ همراهه هڪ پاسي ۽ ٻيو ٻئي پاسي ڪائين ۾ هٿ وجهي رڇ کي ڪنهن ڊُبي يا ڪناري ۾ ڦيرائيندا آهن. ڏانگهرو ننڍڙي پاڻيءَ ۾ ڦيرائي سگهبو آهي. هي ڏهن فوٽن کان پندرهن فوٽن جو ٿئي ٿو.

**ڏاونچي ليونارڊو** (Da Vinci): جڳ مشهور مصور ليونارڊو ڏاونچي/ ڏاونشي، جنهن جي ناهيل 'موناليزا' جي تصوير دنيا ۾ مشهور آهي، 1452ع ڌاري اٽليءَ جي صوبي ٽڪسني جي هڪ ڳوٺ ونچيءَ ۾ ڄائو. ونچي ڳوٺ جي ڪري سندس خاندان کي، ڏاونچي سڏيو ويو هو نندپڻ کان ئي ڏاڏاڻي گهر ۾ پليو. سندس پيءُ وڪيل هو. نندپڻ ۾ ڪيس مقامي اسڪول ۾ داخل ڪرايو ويو، جتي هن رياضي، موسيقيءَ ۽ ڊرائينگ تي ڌيان ڏنو جنهنڪري ننڍي هوندي کان ئي حسابن ۾ حد درجي جو هوشيار ليکجڻ لڳو. موسيقيءَ

جي حوالي سان ڪيس ڪيترا سنا ساز وڄائڻ ايندا هئا. ڊرائينگ ۾ هن جو مجسمي سازيءَ طرف وڌيڪ چاهه هو. 1476ع ڌاري والد ڪيس فلورينس ۾ اٽليءَ جي مشهور آرٽسٽ ويروڪيو جي اسٽوڊيو ۾ وٺي ويو. جنهن وڏي زور بار ڪانپوءِ ڊاونچيءَ کي پنهنجو شاگرد بڻايو. ڊاونچيءَ ٿوري ئي وقت ۾ پينٽنگ ۾ ايتري ته مهارت حاصل ڪري ورتي، جو خود سندس استاد به دنگ رهجي ويو. ليونارڊو ڊاونچي کي علم ۽ هنرسان وڏو عشق هو. هن قديم دؤر ۾ روشنيءَ جو تفصيلي مطالعو ڪيو ۽ اک جي اندروني جوڙجڪ کي جانچڻ جي ڪوشش ڪئي. هن آواز جي لهرن جا بنيادي گُر سکيا ۽ آواز جي لهرن سان گڏ روشنيءَ جي سفر کي آوازي لهرن سان لاڳو ڪندي تجربا ڪيا. ليونارڊو ڊاونچي، مصوريءَ ۽ مجسمي سازيءَ جي فن کي تمام گهرائيءَ سان ورتو ۽ ان علم جي چاهه متس علم جا ڪيئي دروازا کولي ڇڏيا. هُن انساني توڙي حيواني جسماني بناوتن جو غور سان جائزو ورتو ۽ سندن اعصابي حرڪتن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي. ليونارڊو ڊاونچي پهريون سائنسدان هو جنهن علم بدن (فزيالاجيءَ) ۽ علم نباتات (باٽنيءَ) جو باقاعدي گهرائيءَ سان مطالعو ڪيو. هن اُنهي مطالعي ۽ تحقيق لاءِ زندگيءَ جا پورا چاليهه سال وقف ڪيا.



1476ع ۾ ٽن نوجوانن کي فلورينس جي شهري ڪميٽيءَ آڏو پيش ڪيو ويو. جن تي هم جنس پرستيءَ جو الزام هو. ساڳئي سال ان الزام هيٺ ٽنهي نوجوانن تي فرد جرم لاڳو ڪيو ويو. انهن ۾ ليونارڊو ڊاونچي به شامل هو. جيڪو ان وقت 24 سالن جو هو. ڪين ٿوري عرصي لاءِ سزا به ڏني وئي. بعد ۾ انهيءَ الزام کي ڪوڙو قرار ڏئي ڪيس کي خارج ڪيو ويو. ليونارڊو ڊاونچيءَ پاڻ تي لڳل الزام جي حوالي سان فلورينس کي ڪڏهن به معاف نه ڪيو. ان کان اڳ ۾ ليونارڊو ڊاونچيءَ کي سينٽ ليوڪ (Saint Luke) جي هڪ ڪمپنيءَ ۾ نوڪري به ملي هئي، جيڪا ڪمپني گهٽو ڪري عطارن، طبيبن ۽ آرٽسٽن تي مشتمل هئي. 1482ع ڌاري ليونارڊو ڊاونچي ميلان ويو. ان وقت اتي سفورزا جي حڪومت هئي. سفورزا، ليونارڊو کي وڏي عزت ۽ قدر جي نگاهه سان ڏسندو هو. جنهنڪري ڊاونچيءَ سندس درٻار ۾ پورا 17 سال گذاريا. ڊاونچي، سفورزا جي محل ۾ رهندي فوجي سائنس ۽ جنگي طريقن ۾ سُڌارا آندا. 1485ع ۾ ميلان ۾ پليگ جي بيماري پکڙي ۽ ان وڏي تباهي آندي. هزارين ماڻهو اجل جو شڪار ٿيا. ميلان جي بادشاهه سفورزا کي هڪ نئون شهر آباد ڪرڻ جو خيال آيو. جنهن ۾ صفائي سُٿرائي هجي. اهڙي شهر جو نقشو ليونارڊو ڊاونچيءَ تيار ڪيو. 1494ع ۾ ليونارڊو ڊاونچيءَ آبپاشيءَ طرف ڌيان ڏنو ۽ ٻنين ۾ پاڻي پهچائڻ جو هڪڙو حيرت ۾ وجهندڙ نظام متعارف ڪرايو. انهيءَ دوران هن طوفان ۽ ڪنوڻ تي به تحقيق ڪئي.

ليونارڊو ڊاونچيءَ ميلان ۾ رهندي مصوريءَ ۽ سنگتراشيءَ جا اهڙا ته مثالي شاهڪار تيار ڪيا، جيڪي پنهنجي سونهن، سُندرتا، نفاست ۽ لاتعداد فني خوبين جي ڪمال سبب اڄ ڏينهن تائين پوريءَ دنيا ۾ مشهور آهن ۽ سڄيءَ دنيا جي آرٽ گئليرين جي زينت بڻيل آهن. ليونارڊو ڊاونچي، ڊيوڪ لوڊ ويڪو جي زال بيٽرائس ۽ سندس ٻن محبوبائن سيليا ۽ لوڪريزيا جا شاهڪار پورٽريٽ ٺاهيا.



مونا ليزا وارو پورٽريٽ، ليونارڊو جو هڪ شاهڪار پورٽريٽ آهي، جيڪو هن 1503ع کان 1506ع تائين مڪمل ڪيو هو. هي پورٽريٽ فرانسيسڪو جي بادشاهه ڊيل جوڪنڊو جي ٽين زال ميڊونا ايلزبيٿ جو هو. هن پورٽريٽ ٺاهڻ لاءِ ليونارڊو ڊاونچيءَ ميڊونا ايلزبيٿ کي ڪيترا ڀيرا پنهنجي اسٽوڊيو ۾ گهرايو ۽ پورٽريٽ جي تياريءَ لاءِ سمورين رمزن ۽ ڪيفيتن کي ڪتب آندو. هُن پورٽريٽ ۾ روشنيءَ ۽ ڇانو جو عجيب امتياز رکيو. آسمان، پاڻي ۽ جبلن واري تخليقي وسعت ۽ قدرتي منظر ڏنا. نه صرف ايترو، پر چهري تي حرڪت ڪندڙ مشڪن جو به مطالعو ڪيو ۽ هڪ ذڪايل ماءُ جي لطيف جذبن کي جاڳائڻ لاءِ موسيقارن جي مدد به ورتي. مطلب ته هي پورٽريٽ مصوريءَ ۽ فلسفي سان گڏوگڏ نفسيات جو به هڪ نادر نمونو آهي. مونا ليزا واري پورٽريٽ ۾ نظر ايندڙ پراسرار مُرڪ ليونارڊو ڊاونچيءَ کي هڪ لافاني چترڪار ثابت ڪيو.

ڊاونچيءَ 1499ع ۽ 1500ع ۾ رياضيءَ تي تمام گهڻو ڪم ڪيو ۽ منجهس جاگرافيءَ کي پڙهڻ ۽ سمجهڻ جو جنون جاڳيو. ان دوران هو پنهنجي ملڪ فلورينس آيو ۽ چنڊ جي روشنيءَ ۾ سمنڊ جي پاڻي لهڻ چڙهڻ ۽ ڇولين ۾ جوش اچڻ وارو مشاهدو ماڻيائين ۽ اٽليءَ لاءِ اهڙا نقشا ٺاهيائين، جيڪي اڄ به وڏي اهميت واري نگاهه سان ڏٺا وڃن ٿا. ليونارڊو ڊاونچيءَ ڪو به شعبو نه ڇڏيو، جنهن تي هن تحقيقي مقالو نه لکيو هجي. مطلب ته هن مشاهدي دوران جيڪي ڪجهه پروڙيو، ان کي لکيت ۾ آڻي ڇڏيو. سندس وفات کان ترت پوءِ جيڪڏهن سندس تحريرون ڇپجي وڃن ها ته شايد ايندڙ ڪجهه صدين تائين سائنسدانن کي ايڏي مغز ماري نه ڪرڻي پوي ها، جيڪا هنن ڪئي. 19هين صديءَ تائين به ڪنهن ليونارڊو ڊاونچيءَ جي ڪم ۽ محنت تي ڪو ڌيان نه ڏريو. پوءِ وڃي دنيا کي خبر پئي ته هن محنتي شخص ڪيترو ڪم ڪيو آهي. بيڪن کان اڳ (هڪ صدي اڳ) ڊاونچيءَ سائنس جا اصول جوڙيا هئا، جيڪي بيڪن به ٻُڌائي نه سگهيو هو. هن جو اهو به وڏو ڪارنامو هو ته هن سڀ کان اڳ ۾ هوائي جهاز جي اڳڪٿي ڪئي ۽ ان جو خاڪو جوڙيو هو. جيڪڏهن ان زماني ۾ هوائي

جهاز ايجاد ٿي وڃي ها ته ان جي جڙڻ جو اعزاز به ڊاونچيءَ کي ملي ها. ان کان سواءِ ڊاونچيءَ هاڦ جي طاقت ۽ قوت جو به اشارو ڪيو هو. هاڦ وسيلي هلندڙ توپ جو خاڪو ۽ ساموندي جهازن جا نمونا پڻ جوڙيا هئائين. هن جون جوڙيل ڪجهه مشينون اڄا تائين استعمال ڪيون وڃن ٿيون. هن پاڻيءَ جي طاقت جو اندازو لڳايو ۽ فوٽوگرافيءَ جو تصور پيش ڪيو. ان ڏس ۾ هن هڪڙي سادي ڪيمرا به ٺاهي. کيس پاڻيءَ جي ڪيمائي بناوت جو به اندازو هو. ڊاونچيءَ ٻڌايو ته روشنيءَ ۽ آواز لهرن جي شڪل ۾ هلندا آهن. هن عورت جي ٻچيدانيءَ جي سائنسي تصوير پيش ڪئي. ڊاونچيءَ زندگيءَ ۾ اٽڪل ٽيهن لاشن جي چيرڦاڙ ڪرڻ جي دعويٰ ڪئي. سندس ٺاهيل دماغ، دل، ڦڦڙن، مشڪن، انساني ڍانچي، آنڊن، اک، کوپڙي ۽ ٻين عضون جي ڊرائينگ ان ڳالهه جو ثبوت آهي.

1517ع کان پوءِ ليونارڊو ڊاونچيءَ مصوريءَ جو ڪم گهٽ ڪري ڇڏيو جو مٿس فالج جو حملو ٿيو هو. هن 1519ع ۾ وفات ڪئي.

**ڊائريڪٽري:** هڪ قسم جو ڪتاب، جنهن ۾ ڪنهن به هڪ شعبي سان تعلق رکندڙ ماڻهن يا وڻن جا تفصيلات ڏنا وڃن. مختلف شعبن سان وابسته ماڻهن/شين جون ڊائريڪٽريون ڇپايون وينديون آهن. جن ۾ اديبن، فنڪارن، صحافين، سائنسدانن، سياستدانن، وڪيلن، ڊاڪٽرن، صنعتڪارن ۽ ٻين شعبن سان تعلق رکندڙ ماڻهن جون اي ميل ائڊريسون، فون نمبر وغيره شامل هوندا آهن. ٽيليفون کي استعمال ڪرڻ ۽ ماڻهن کي سهولت مهيا ڪرڻ لاءِ ٽيليفون ڊائريڪٽري به ٺاهي ويندي آهي. صنعتڪارن جي ڊائريڪٽري ماڻهن کي ڪاروبار ۽ ملازمت جي سلسلي ۾ وڏي مددگار ٿيندي آهي. ان ۾ فئڪٽرين ۽ ڪارخانن سان گڏ انهن جي سنڀاليندڙن جا نالا ۽ ائڊريسون ۽ نمبر ڏنل هوندا آهن. تحقيق جي ڪم ۾ اديبن، سائنسدانن، فنڪارن جي ڊائريڪٽرين ڪانسواءِ ڪتابن، فون نمبرن، واپاري ڪمپنين وغيره جون به ڊائريڪٽريون ٿينديون آهن. اهڙين مختلف ڊائريڪٽرين جي چڱي اهميت هوندي آهي.

**ڊائنا:** برطانيا جي شهزادي ليڊي ڊائنا، پهرين جولاءِ 1961ع تي جنم ورتو. سندس ماءُ جو نالو فرينسيز هو. هوءَ ستن ورهين جي هئي ته سندس والدين ۾ عليحدگي ٿي وئي. جنهن سبب هوءَ پنهنجي والد آلٿروپ جي سنڀال هيٺ رهي. هن ابتدائي تعليم رڊلزورٿ هال اسڪول مان حاصل ڪئي. ان کانپوءِ نيٿر دس، نارفوڪ ۽ بورڊنگ اسڪول ۾ پڙهي. ڊائنا شاهي گهراڻي مان هئڻ باوجود عام ڀلائيءَ جي ڪمن، ننڍن ٻارن جي سنڀال ۽ انهن جي بنيادي حقن بابت خبردار رهندي هئي. موسيقيءَ ۽ ناچ سان ننڍي هوندي کان لڳاءُ هئس. هن تعليم پوري ڪرڻ بعد شروعات ۾ ينگ انگلنڊ اسڪول ۾ پڙهايو. هن ماءُ جي اصرار تي کاڌن پچائڻ جي سکيا ورتي.



نوجوانن کي موسيقيءَ جي سکيا ڏنائين. پلي گروپ جي اسسٽنٽ رهي.

سندس ڀيڻ ساره جي معرفت 1980ع ۾ سندس ملاقات پرنس آف ويلس ۽ برطانيه جي ولي عهد شهزادي فلپ سان ٿي. ان بعد هوءَ شاهي خاندان جي دعوت تي ويندي رهي. 6 فيبروري 1981ع تي پرنس آف ويلس ساڻس شادي ڪرڻ جو ارادو ظاهر ڪيو ۽ 24 فبروري 1981ع تي سندن مڱڻي جي رسم ادا ڪئي وئي. 29 جولاءِ 1981ع تي سندس شادي ٿي. ان وقت سندس عمر 20 سال هئي. سندن شاديءَ جي تقريب ساڍا ست سئو ملين ماڻهن سڄيءَ دنيا ۾ ٽيليويزن ذريعي سڌو سنئين ڏٺي. 21 جون 1982ع تي کيس پهريون فرزند ۽ شاهي گهراڻي جو شهزادو وليم آرٿر فلپ لوئس ڄائو. کيس ٻيو فرزند چارلس البرٽ ڊيوڊ 15 سيپٽمبر 1984ع تي ڄائو.

ڊائنا عام ڀلائيءَ جي ڪمن کي پنهنجي زندگيءَ ۾ هميشه ترجيح ڏني، جنهن عيوض 1975ع ۾ کيس 'ليڊي' جو لقب مليو ۽ هوءَ 'ليڊي ڊائنا' سڏجڻ لڳي. 1990ع ڌاري ليڊي ڊائنا ۽ سندس مڙس جي وچ ۾ ناراضگي ٿي ۽ بين الاقوامي ميڊيا ۾ سرخين سان ان قسم جون خبرون هليون. نيٺ سندن وچ ۾ 28 آگسٽ 1996ع تي طلاق ٿي وئي. ان بعد ليڊي ڊائنا ڪنگسٽن پيليس ۾ پنهنجي اڳوڻي گهر ۾ واپس آئي، جتي پرنس ويلس سان سندس پهرين ملاقات ٿي هئي.

ڪن اخباري رپورٽن موجب جهلم جي رهواسي برطانوي ڊاڪٽر 'حسنات' سان به سندس ويجهو تعلق هو. جنهن سان هن شادي به ڪرڻ چاهي، پر مذهبي متڀيد سبب ان سان سندس شادي نه ٿي سگهي. ڊاڪٽر حسنات کي هوءَ پيار مان 'ڊاڪٽر الجيرا' جي فرضي نالي سان سڏيندي هئي. هن جي ڊوڊي نالي شخص سان پيار ڪهاڻي جون خبرون به ميڊيا جي زينت بڻيون.

هن انگولا، بوسنيا سميت ٻين ملڪن ۾ وڇي زميني ڪاٽين ۾ ڪم ڪندڙ مزدورن ۽ ٻارن جي زندگين جو جائزو ورتو ۽ ان بابت 1998ع ۾ برطانوي هائوس آف ڪامن مان انهن ڪاٽين ۾ ماڻهن کان جبري پورهئي خلاف بل پاس ڪرايو. هن عالمي سطح تي مخير ماڻهن کان فنڊ گڏ ڪيا ۽ خيراتي ادارن جو قيام عمل هيٺ آندو.

1992ع ۾ سندس يادگيرين جو ڪتاب ڇپجي پڌرو ٿيو. جيڪو اينڊريو مارٽن پڌرو ڪيو. ان ڪتاب ۾ هن زندگيءَ جي سموري واقعن جو سرسري طور ذڪر ڪيو آهي. شاهي خاندان مان طلاق ملڻ بعد به ليڊي ڊائنا جي مقبوليت ۾ گهٽتائي نه آئي. بلڪ پنهنجي خداداد سونهن ۽ سوڀيا جي ڪري عوام ۾ بيحد مقبول رهي.

بين الاقوامي شهرت يافته، هزارين دلين تي راڄ ڪندڙ ليڊي ڊائنا، 31 آگسٽ 1997ع تي هڪ ڪار حادثي ۾ وفات ڪئي. هن جي موت بعد لنڊن ۾ ڪيترن هنڌ تي سندس يادگار قائم ڪيا ويا. 2008ع ۾ عدالت، ڪار جي ڊرائيور هينري پال کي ان حادثي جو ڏوهي قرار ڏيندي چيو ته ان رات هن کي شراب پيتل هو. جنهن سبب ڊائنا جو حادثي ۾ موت واقع ٿيو. ٻئي طرف ڊوڊيءَ جي والد محمد ال فايد اهو الزام هنيو ته، "کين برطانيه جي ڳجهي ايجنسي M16، شهزادي فلپ جي چوڻ تي ماريو آهي."

**ڊائنوسار** (Dinosaurs): ڊائنوسار ٻنهي آڳاٽو ۽ وڏي جسامت رکندڙ هڪ جانور آهي. سائنسدانن جو خيال آهي ته ڊائنوسار اٽڪل ارڙهن ڪروڙ سال اڳ وجود ۾ آيا هئا ۽ تقريباً ڇهه ڪروڙ سال اڳ مري ويا. عام خيال هي آهي ته ڊائنوسار 'ريڙهيون پائيندڙ' (Reptiles) جانورن مان ارتقا ڪري اڳتي آيا هوندا. ريڙهيون پائيندڙ جانور ڪجهه خاصيتن سبب هڪ الڳ درجي (Class) وارن



جانورن سان لاڳاپو رکن ٿا. اهي ٿڌي رت وارا جانور آهن ۽ خشڪيءَ تي رهي سگهن ٿا. انهن ڪي هڪ خاص قسم جي دل ٿئي ٿي ۽ انهن مان گهڻن جي بت تي چلر موجود هوندا آهن. ڌرتيءَ تي شروعات ۾ 'ريڙهيون پائيندڙ جانور' ڊائنوسارن کان اڳ ظاهر ٿيا هئا، جيڪي 'يون آبي' (Amphebia) جانورن وانگر لڳندا هئا. آنن مان نڪرندڙ ٻچن ڪي ٽنگون ۽ ڦڦڙ هوندا هئا ۽ اهي هوا ۾ ساهه کڻي سگهندا هئا ۽ انهن جو گذران جيتن تي هوندو هو. اڳتي هلي ريڙهيون پائيندڙ جانور وڏا ۽ مضبوط ٿيندا ويا. ڪي وڏين ڪرڙين وانگر ته ڪي وڏين ڪمين جهڙا لڳندا هئا. انهن ڪي پڇ، ٽلهيون ٽنگون ۽ ڳچي ٿيندي هئي. اهي ٻوٽا کائيندا هئا.

آڳاٽا 'ڊائنو سار ريڙهيون پائيندڙ پنهنجن ابن ڏاڏن سان ڪافي هڪجهڙائي رکندا هئا. ڪرڙين جهڙا اهي جانور پنهنجين پوين ٽنگن تي هلي به سگهندا هئا. 'پهريان ڊائنو سار' سنهڙا هئا ۽ سندن جسامت وڌ ۾ وڌ 'هاٿي ڪڪڙ' جيتري هئي. ڊائنو سار جا ڪجهه قسم ننڍڙا رهيا، پر ٻيا وڏي ويجهي انتهائي ڳرا ۽ وڏا بڻجي ويا. ڪنهن وقت ۾ انهن مان ڪيترن جي ڊيگهه اڏائي ميٽر هوندي هئي، ته ڪن جي ڊيگهه ڇهن ميٽرن کان به وڌيڪ هوندي هئي ۽ سندن وزن هاٿيءَ جي وزن برابر هوندو هو. انهن جا متيان ڏند وڏا ۽ هيٺيان ڏند ننڍا هوندا هئا. سندن ڏند رڳو ٻوٽن کائڻ لاءِ ڪارائتا هوندا هئا. اهي هيٺاهينءَ وارن علائقن ۾ ڍنڍن وارين جاين تي رهندا هئا.

ان ڪانپوءِ هڪ ٻيو دور آيو جيڪو 'ريڙهيون پائيندڙن جو دور' (Age of Reptiles) سڏجي ٿو هن دؤر ۾ ٻوٽا کائيندڙ ڪجهه ڊائنوسار ايترا ته وڏا ٿي ويا، جو ڪين زمين تي ٻيهڻ يا هلڻ لاءِ چار ٽنگون به سهارو يا ٽيڪ ڏئي نه سگهنديون هيون. اهي پنهنجي حياتيءَ جو وڏو حصو ڍنڍين يا درياهن ۾ گذارڻ لڳا. Bronto Saurus به انهن ٻي انتها وڏن جانورن مان هڪ هو. اهو ويهن کان 24 ميٽر ڊگهو هوندو هو. ان جا ڏند انتهائي تيز هئا،

اُن جو گذران 'برونٽوسارس' ۽ ٻين ٻوٽي خور جانورن تي هوندو هو. اڄ کان ڪروڙين سال اڳ هن ڌرتيءَ تي ڪهڙا ساهدار رهندا هئا، ان کي ڄاڻڻ جو بهترين طريقو اهو آهي ته پندپهڻ تي ويل عضون جو مطالعو ڪجي، پندپهڻ جبلن ۾ پورجي ويل جانورن ۽ ٻوٽن جي باقيات آهن. جيڪي مختلف حالتن ۾ جمي پٿر ٿي ويا آهن. اهڙن پند پهڻن جي مطالعي مان سائنسدانن اندازو لڳايو آهي ته ڊائنوسار اڄ کان اٽڪل ڇهه ڪروڙ سال اڳي ختم ٿي ويا. انهن جي مليل نشانين مان سڀ کان اهم شيون هڏا، ڏند ۽ چنبا آهن، جن کي ملائي هڏاوان پڃرا وري جوڙي سگهجن ٿا ۽ انهن کي ڏسي ٻڌائي سگهجي ٿو ته ڊائنوسارن جو بت ڪيئن هو. هر جاندار وانگر ڊائنو سارن جي جياپي لاءِ ڪي حالتون ضروري هيون.

ڊائنوسار ريڙهيون پائيندڙ يعني ٿڌي رت وارا جانور هئا. انهن جي بدن جو ٽيمپريچر، هوا جي ٽيمپريچر بدلجڻ سان بدلجي ويندو هو. سندن گهڻائي گپ چڪ وارن علائقن ۾ رهندي هئي، جتي ڪين کائڻ لاءِ گهڻو گاهه ۽ ڪاڏو ملندو هو پر اڄ کان اٽڪل ڇهه ڪروڙ سال اڳ دنيا ۾ هڪ وڏي تبديلي آئي، گپ چڪ وارا علائقا سُڪي ويا. هيٺاهيون زمينون جبل ٿي ويون. آبهوا وڌيڪ خشڪ ۽ ٿڌي ٿي وئي، تنهنڪري ڊائنوسار نه فقط بي گهر ٿي ويا، پر گپ چڪ وارن علائقن جي سُڪڻ ۽ هيٺاهينءَ زمين جي جبل ٿيڻ سان گڏ ٿڌي آبهوا ڪين سست به ڪري ڇڏيو.

ڪو وقت اهڙو به آيو جيڪو ڊائنوسار نين حالتن پٽاندر پاڻ کي بدلائڻ جي قابل نه هئا، سي مري ويا ۽ ڌرتيءَ جي گولي تي سندن وجود بلڪل ختم ٿي ويو. انهن جانورن جي جاءِ گرم رت وارن اهڙن جانورن والاري جن جا دماغ وڏا هئا ۽ انهن ۾ نين ۽ بلجندڙ حالتن کي منهن ڏيڻ جي صلاحيت موجود هئي. ڪنهن به انسان زنده ڊائنوسار نه ڏٺو آهي. اهي سادا



ڇهه ڪروڙ سال اڳ ڌرتي تي رهندا هئا. انسانن کي ڌرتيءَ تي 25 لک سال ٿيا آهن. اسان کي ڊائنوسار جي باري ۾ جيڪا خبر آهي، سا رڳو انهن نشانين مان ملي ٿي، جيڪي اهي ڇڏي ويا آهن. جهڙوڪ: انهن جا هڏا الڳ الڳ يا هڏائين پڃري جي صورت ۾، انهن جي پيرن جا نشان، پهاڙن ۾ انهن جي چمڙي جي مهٽ جا نشان يا وري انهن جا آنا. پڪ ناهي ته ڊائنوسارس جا پهريان هڏا ڪڏهن مليا، انهن جي پيرن جا نشان ڪافي عرصي کان معلوم آهن.

ڊائنوسارس جو پهريون ڍانچو 1700ع جي ڀڄاڙيءَ ۾ هيڊن فيلڊ نيوجرسيءَ ۾ لڌو ويو پهريان هڏا، جيڪي آزمائش ۽ تجربي لاءِ اڃا به موجود آهن. اهي 1882ع ۾ مليا هئا، ٻيا هڏا وري 1824ع ۾ مليا، جن تي آڪسفورڊ

يونيورسٽيءَ جي پروفيسر ڪم ڪيو ۽ ثابت ڪيو ته اهي ڊائنوسار جا هڏا آهن. ان مان سمجهي سگهجي ٿو ته ڊائنوسار جي باري ۾ ماڻهن جي معلومات گهڻي پراڻي ڪانه آهي. ڊائنوسار جا نشان آمريڪا، ڪئناڊا، سوويت يونين، هندوستان، منگوليا، چين، آفريڪا، آسٽريليا، جرمني ۽ فرانس (۽ سنڌ ۾ به) ۾ مليا آهن. ان جو مطلب ٿيو ته ڊائنوسارس ڌرتي جي هر خطي ۾ موجود هئا.

**ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ڪراچي:** ميڊيڪل سائنس جي تعليم جي حوالي سان هيءَ سنڌ جو پراڻو ادارو ۽ ملڪ جو ٻيو نمبر پراڻو ميڊيڪل ڪاليج آهي. جڏهن 1881ع ڌاري سنڌ ميڊيڪل اسڪول قائم ٿيو ته ان ۾



مقامي طبيبن ۽ پڙهيل لکيل فردن کي تربيت ڏئي صحت ۽ علاج جي بنيادي ڄاڻ ڏني ويندي هئي. اهو اسڪول حيدرآباد ۾ سول اسپتال جي حدن اندر فعال ڪيو ويو. 1941ع ۾ انڊين ميڊيڪل ڪائونسل، ميڊيڪل جي تعليم لاءِ گڏيل معيار جو ڪورس متعارف ڪرايو. جنهن بعد ان کي ڪاليج جو درجو ڏنو ويو. پر سنڌ جي بمبئي کان علحدگيءَ بعد ڊاڪٽر هومر اسٽيڊ جي ڪوشش سان حيدرآباد واري ميڊيڪل اسڪول کي ڊگري ڪاليج جو درجو مليو. جنهن جو الحاق بمبئي يونيورسٽيءَ جي ميڊيسن فئڪلٽي سان ٿيو. 1944ع ۾ ان جي الحاق کي امڪاني طور رد ٿيڻ جي خدشي سبب ان اداري کي نئين گاديءَ واري هنڌ ڪراچيءَ منتقل ڪري گهربل عملو مقرر ڪري اسپتال جي سهولت به ڏني وئي. اهو عمل ڊسمبر 1945ع تي مڪمل ٿيو. جنهن بعد تڏهوڪي گورنر سر 'هگ ڊائو' (Hug Dow) اُن جي پيڙهه جو پٿر رکيو ۽ نئين تعمير بعد 'ڊائو ميڊيڪل ڪاليج' جي نالي سان هن اداري جي شروعات ٿي ۽ بمبئي يونيورسٽيءَ جي ٽيم ڪلينيڪل مضمونن جي پورائي ۽ اسپتال واري سهوليت لاءِ سول اسپتال ڪراچيءَ جي چونڊ ڪئي.

پاڪستان ٺهڻ بعد 'ڊائو ميڊيڪل ڪاليج' جو الحاق سنڌ يونيورسٽيءَ سان ٿيو. مرڪزي حڪومت ٺهڻ يعني 1951ع تائين هيءُ ادارو سنڌ حڪومت جي انتظام هيٺ رهيو. بعد ۾ ان کي ڪراچي يونيورسٽي سان جوڙيو ويو. 1961ع ۾ اتي مسجد به جوڙي وئي ۽ آڊيٽوريم سميت ٻين سهوليتن ۾ به تيزي سان اضافو ٿيندو ويو. هن وقت ان کي يونيورسٽيءَ جو درجو مليل آهي ۽ ان جو نالو 'ڊائو يونيورسٽي آف هيلٿ سائنس' رکيو ويو آهي.

ڊائو ميڊيڪل يونيورسٽي ۾ جديد اوزار، آڊيو ويزوئل لائبرري، رانديون لاءِ اسڪواش ڪورٽ، بيڊمنٽن ۽ باسڪٽ بال جا انڊور اسٽيڊيم وغيره قائم آهن. هتي طبي تعليم سان گڏ ان شعبي ۾ تحقيق جو ڪم به جاري آهي. جتي انڊر گريجوئيٽ ۽ پوسٽ گريجوئيٽ شاگرد ميڊيڪل جي معياري تعليم پرائي رهيا آهن. جن کي عملي سکيا لاءِ سول اسپتال ڪراچي ۽ لياري جنرل اسپتال به موڪليو وڃي ٿو.

هن وقت تائين ڊائو ميڊيڪل ڪاليج مان 15 هزارن کان وڌيڪ شاگرد گريجوئيشن ڪري ڊاڪٽر ٿيا آهن. جن مان ڪيترائي وڌيڪ تعليم پرائي آمريڪا، برطانيه ۽ ٻين ملڪن ۾ ڪم ڪري رهيا آهن. مخصوص ڪوٽا هيٺ ڪراچي ضلعي، ٺٽي، حيدرآباد سميت ڪجھ ٻين علائقن جي داخلا به ڪوٽا ۾ رکيل آهي. جڏهن ته انٽري ٽيسٽ ۾ ڀرپور پوزيشن ماڻيندڙ کي به ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا ڏني وڃي ٿي.

**ڊبرو:** هي هڪ قسم جو گاهه آهي، جيڪو سمنڊ جي ڪناري تي ٿيندو آهي. هي گاهه مڇي پاڻيءَ تي گهٽ ٿئي ٿو.

**ڊبليو. ايچ. مورلينڊ:** مغربي سياح ڊبليو ايچ. مورلينڊ مغلن جي دؤر ۾ هند ۾ آيو هو ۽ برصغير جي تاريخ جو گهرو مطالعو ڪيو هئائين. مورلينڊ، ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي وڏي عهدي تي فائز هو. هن هند ۾ داخل ٿيڻ جو خاص ڪارڻ سنڌس ڪمپني هئي. هن برصغير جي تاريخ تي ٽي ڪتاب لکيا، جن ۾ سنڌ جي زراعت، تجارت ۽ معيشت جو تفصيلي ذڪر آهي. ڊبليو ايچ. مورلينڊ ڀرپور مغربي سياح آهي، جنهن سنڌ جي زراعت، زرعي پيداوار ۾ واڌ، زرعي لاڙن ۾ ترقي ۽ زرعي اوزارن تي بحث ڪيو آهي. هن لکيو آهي ته: "هندستان جي زراعت سورهين صدي کان زور وٺڻ شروع ڪيو، پر بنيادي ڳالهين ۾ ڪو خاص فرق ڪونه آيو. سموري هندستان جي گڏيل پيدائش اڳ جيتري رهي ۽ سنڌ ۾ ساڳي صورتحال رهي."

هو سنڌ جي زراعت ۽ زمين بابت ڪئمنيس، ليڪ جو حوالو ڏيندي لکي ٿو ته: "سنڌ هڪ زرخيز ترين علائقو آهي، هتان جي زمين ٻين صوبن جي مقابلي ۾ گهڻي پيداوار ڏئي ٿي. اونهاري ۾ پوکيءَ لائق ڳچ زمين پاڻيءَ هيٺ اچي وڃي ٿي، جنهن ۾ زرخيز لٽ اچي ٿي، ان ڪري زمين وڌيڪ طاقتور ٿئي ٿي. ان ڪري زمين گهٽ محنت سان وڌيڪ پيداوار ڏئي ٿي."

زمين جي ڍل جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته: "زمين جي ڍل مقاطعي جي اصول تي ڏني ويندي هئي، جنهن موجب زميندار کي مقاطعي يا معاهدي تي زمين ملندي هئي، جنهن ۾ زمين جي پڪيڙ ۽ مقاطعي جا شرط ڄاڻايل هوندا هئا. زمين ملڻ کان پوءِ زميندار کي پنهنجي زمين جي ڪنهن به حصي، ٻئي ڪنهن ڪاتيدار يا مقاطيدار کي ڏيڻ جي آزادي هوندي هئي، پر حڪومت کي سموري ڍل ڀري ڏيڻ لاءِ هوئي ذميوار هوندو هو."

سنڌ جي واپار جو ذڪر ڪندي هن لکيو آهي ته: "سوٽي ڪپڙو سنڌ مان چئن رستن کان ٻاهر ويندو هو. سنڌو درياهه ذريعي سامان لاهري بندر آندو ويندو هو ۽ اتان ٻاهر ويندو هو. خليج ڪمپنيءَ وٽ داهولا جو علائقو، ڪارومنڊل ۽ بنگال هو. لاهور ملتان، ٺٽي ۽ سکر ۾ سٽ ڪتيندڙن ۽ آڏاڻن جي گهڻائي هئي. سنڌوءَ ڪناري انهيءَ ڏنڌي ڪندڙ ماڻهن جا

ڪيترا مرڪز هئا. سنڌ جون پيداواري شيون گهڻو ڪري سمنڊ ذريعي ٻاهر موڪليون وينديون هيون. کجهه پيداوار عرب ملڪن ۾ ويندي هئي ۽ باقي پورچوگال ويندي هئي. هتان جي ماڻهن کي جهازراني ۾ جو گهڻو شوق هوندو هو. اُن ڪري گهڻو سامان پورچوگيزي جهاز کڻندا هئا. ان وقت پورچوگيزي علائقي جا خودمختيار هوندا هئا ۽ سنڌ مغلن سان گهرا لاڳاپا هوندا هئا.“ هو وڌيڪ لکي ٿو ته: ”سنڌ ۾ ٺٽو ۽ نصرپور صنعت جا خاص مرڪز هوندا هئا. قلمي شورو سنڌ جي روانگي واري مال ۾ خاص اهميت رکندو هو. قلمي شورو ان دور ۾ ڪچي مال ۾ خاص اهميت رکندو هو. سنڌي واپارين جو هر جاءِ ڪوٺيون قائم ٿيل هيون. پرڳڻي ۾ سنڌ مرڪزي آفيسون قائم ٿيل هيون. واپارين جي ساک برقرار هوندي هئي.“

هن جي لکيل ڪتابن ۾ هيٺيان ڪتاب شامل آهن:

1. From Akbar to Aurangzeb: A Study in Indian Economic History
2. India at the Akbar, and Economic Study.
3. India at the Death of Akbar: An Economic Study
4. Relations of Golconda in the Early Seventeenth Century
5. The Agrarian System of Moslem India
6. The Agriculture of the United Provinces: An Introduction for the Use of Landholders and Officials
7. A Short History of India
8. A Short History of India: From the Earliest Times to 1945
9. Akbar's Land Revenue Arrangements in Bengal
10. An Introduction to Ecenomics for Indian Students
11. Jahangirs India: The Remonstranite of Francisco Pelsaert.
12. Peter Floris, his Voyage to the East Indies in the Globe 1611-1615 (The Contemporary Translation of his Journal)
13. Provincial and District Notes on the Agricultural Conditions and Problems of the United Provinces.
14. Revenue Administration of the United Provinces.
15. The Agrarian System in Moslem India: A Historical Essay with Appendices.
16. The Development of the Land Revenue System of the Mogul Empire.

**ڏُٻڪي:** گڏهن جي اڳين ٻنهي پيرن کي سوڙهو ڪري رسيءَ سان ٻڌڻ کي ڏٻڪي چئبو آهي. ٿر ۾ سياري توڙي اونهاري ۾ مزدور ماڻهو سِرن ڪڻڻ، مٽي ڍوئڻ، کوهن مان پاڻيءَ پرڻ لاءِ جنڊا ڪڻڻ ۽ جهنگ مان ڪاٺين جا جنڊا پري آڻڻ لاءِ گڏهن کي ڪتب آڻيندا آهن. کوهن مان پاڻي ڪڍڻ لاءِ گڏهن کي پاجاريءَ ۾ جوٽبو آهي ۽ کوس ذريعي پاڻي ڇڪي ڪڍبو آهي. سياري توڙي سانوڻيءَ ۾ گڏهن کي هرن ۾ به استعمال ڪندا آهن. گڏهن کان ڪم ڪار وٺي، ڪين هٽ وسو رکڻ، ٻنين جي پيل ڪرڻ کان روڪڻ لاءِ، ڏُٻڪي ڏئي ڇوڙي ڇڏيندا آهن. جيئن مهل سر ڪم جي وقت ڪين سولائيءَ سان جلد ڳولي سگهجي، ڇاڪاڻ جو ڇوٽ ڇڏيل گڏهه يڪدم آسانيءَ سان جهلڻ نه ڏيندو آهي. خاص ڪري وسڪاري وارن ڏينهن ۾ ته گڏهه ساوو گاهه ڪائي تازو متارو ٿي پوندو آهي ته وتندو آهي، پوزيون هٽندو ۽ جهل نه ڏيندو آهي.

ڏٻڪيءَ ڏيڻ سان وهٽ تڪڙو هلي نه سگهندو آهي نه ئي وري ڀڄي سگهندو آهي، جتي به ڪيس ڇڏي اچبو آهي، اتي ئي پيو گهمندو ڦرندو ۽ چرندو آهي نه گهڻو پري وڃي سگهندو آهي نه ئي وري گم ٿيڻ جو ڪو امڪان هوندو آهي. ڪي ماڻهو ٻن گڏهن کي گڏ 'سلهاڙ' ڏيندا آهن ته جيئن اُهي پري نه وڃي سگهن.

**ڏٻ مهر شاهه جيلاني** (درگاهه): ڏٻ مهر شاهه ڳوٺ، ضلعي خيرپورميرس ۾ گنبٽ کان پنجن ميلن جي پنڌ تي هڪ بستي آهي. هيءَ بستي هڪ بزرگ سيد مهر شاهه جي نالي سان منسوب آهي، جنهن ڪري هن بستي کي بلند مقام ۽ مرتبو حاصل ٿيو. ٻارهين صدي هجري / ارڙهين صدي عيسويءَ جي شروعات ۾ ڏٻ مهر شاهه هڪ ننڍڙو ڳوٺ هو. هتي اُجڻ ذات جا ماڻهو آباد هئا. سنڌ ان آدمشماري ٿوري هئي. اهو ڳوٺ واريءَ جي دڙن ۾ لڪل هو. ڳوٺ جو نيڪ مرد ۽ اُجڻ قبيلي جو سرپرست وسند اُجڻ هن ڳوٺ ۾ رهندو هو. اجڻ ذات جا قومي سردار ڏٻ کان ٽن ميلن تي ڏکڻ طرف کُهڙن جي شهر ۾ رهندا هئا. ان وقت ۾ حضرت مور شاهه اُچ شريف مان پنهنجي والد حضرت غلام شاهه سان گڏ سيد بچل شاهه سجاده نشين غوث بهاءِ الحق جي درگاهه تي زيارت لاءِ آيو هو. اتان اوچتو پنهنجي والد کان وڇڙي ويو. جتان پوءِ سيلاني فقيرن سان گڏيو. جن سان گڏجي پهريائين راڻيپور پوءِ درازا شريف ۽ بعد ۾ کهڙن ۾ اچي پهتو. جتي ڪين مخدومن جي صحبت نصيب ٿي. ان ڪانپوءِ معرفت جا موتي ماڻڻ لاءِ اُجڻ فقيرن جو قرب حاصل ڪيائين. ان وقت اجڻ فقيرن جي خانقاهه جو سجاده نشين فقير محمد علي (پڪي ڏٿي) هو. جنهن جي صحبت ۾ حضرت مهر شاهه معرفت جي منزل طئي ڪئي ۽ حقيقت جو راز حاصل ڪيو.

ان بعد فقير محمد عليءَ جي چوڻ تي ڏٻ جي ننڍڙي ڳوٺ ۾ اچي رهيو ۽ فقير صاحب هن ڏٻ کي 'ڏٻ مهر شاهه' جو نالو ڏئي، وسند اُجڻ کي سندس خليفو مقرر ڪيو. جنهن مرڻ گهڙيءَ تائين هن درگاهه جي خدمت ڪئي.

1833ع جي وچ ڌاري هيءَ بستي ڏٻ مان ڦري ڏٻ مهر شاهه جي هڪ وڏي خانقاهه بنجي ويئي. اُچ شريف کان مور شاهه جو پورو خاندان حضرت غلام شاهه، حضرت حسين شاهه، حضرت چتن شاهه هتي اچي رهيا هئا. حضرت مهر شاهه به باڪمال ۽ بزرگ هستي هو. دور دراز ڳوٺن مان ماڻهو هن بزرگ جي خدمت ۾ پهچي مريديءَ جو شرف حاصل ڪندا رهيا. هن بستي جي آباديءَ ۾ واڌ ايندي رهي. ٿورن ڏينهن ۾ هن گاديءَ جو شمار سنڌ جي وڏين گادين ۾ ٿيڻ لڳو. هن وقت هن خاندان مان ۽ هن تڪ مان سيد بچل شاهه جيلاني صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر آهي.

**ڏٻو** (ديهه): تعلقي روهڙيءَ ۽ ضلعي سکر جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڳوٺ ڏٻو، نور الدين، جمال الدين ۽ هاشم.

**ڏڀ**[1] Sandy grass/Desmostachya Caryophyllus: ڏڀ هڪ قسم جو گاهه ٿين ٿا. ڏڀن جون پاڙون سُٺيءَ جهڙيون سنهيون، پاتال ۾ هونديون آهن. ڏڀ، سنڌ ۾ جتي ڪٿي نظر اچي ٿو. هن جو تيلو سخت ٿيندو آهي. هڪ دفعو جتي ٻه اڀري ته پوءِ چوڌاري پاڙ هٽندو رهندو آهي. هي هيٺيان ٽب وانگر ٿيندو آهي ۽ پن چپٽرا ۽ 3 کان 4 فوٽ ڏگها ٿيندا آهن. جن جي وچ ۾ سنهيون ڏانديون ٿينديون آهن، جن جي چيڙن ۾ ننڍا سنگ ٿيندا آهن. ڏڀ



فصل لاءِ نقصانڪار آهي. هن جون پاڙون پاتال ۾ هئڻ ڪري ختم ڪرڻ مشڪل هوندو آهي. ان ڪري ئي هن جا ٽب پاڻي ملڻ کان سواءِ گهڻي عرصي تائين ساوا رهن ٿا. ڍڳيون، مينهون ۽ گڏهه ڏڀ کي کائين ٿا. هن جي پنن مان پاکڙن ۽ پلاڻن جي ٽڙهن اندر پرائي ڪئي ويندي آهي، جنهن سان اُٺ تي بار ٻوڌڻ وقت ڇُتا وغيره نه ٿيندا آهن. گهرن جون ڇتيون ناهڻ لاءِ کانن کان اڳ ڏڀ وڇائيندا آهن. ڇپرن ۽ ڇونرن ناهڻ لاءِ ڏڀن مان نوڙيون پڻ ناهيون وينديون آهن. ڏڀن جي پکن پٽڻ کي وڌي سُڪائي پُسائي نوڙيون وٽي واڻ ناهبو آهي، جيڪو نرم هوندو آهي ۽ ڇڻ پنجن سالن تائين هلندو آهي. ڏڀن جون نوڙيون عام طرح لانڍين ۽ ڇونرن ۾ استعمال ٿينديون آهن. هاري ٻنيءَ مان گاهه ڪپي پري ناهي، ڏڀن جو رسو تيار ڪري، ان سان پريءَ کي ٻڌندا آهن. حڪيمن موجب ڏڀ جي پاڙ مليريا (Malaria) جي مريضن کي ٽي ڏينهن ڪاڙهي پيارڻ سان مريض صحتياب ٿي ويندا آهن. سنڌيءَ ۾ هڪ چوڻي مشهور آهي ته: "شينهن بک مري، پر ڏڀ نه چري" وغيره.

**ڏڀ**[2]: مختلف ٻوٽين کي پيهين سنهو ڪري، اکين جي بيماريءَ ۾ استعمال ٿيندڙ طب جي دوا کي ڏڀ چئبو آهي. ڏڀ ۾ گلاب جو پاڻي، چوڙ، ليمي جي رس وغيره استعمال ٿيندا آهن. پرهاڻي طبيب اهو ڏڀ استعمال ڪونه ٿا ڪرائين. هن وقت ايلوپيٿيءَ ۾ مختلف پاٿيات ۽ ڪريم وانگر نهيل ڏڀ اچن ٿا، جيڪي اک جي بيمارين ۾ استعمال ٿيندا آهن.

**ڏياني** (ديهه): تعلقي ڪنڊڪوٽ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پورو لاشاري، دلمراد ڪوسو، جعفر باجڪاڻي، بگن گاڏهي، علي اڪبر ۽ ڳوٺ سائينڏنو.

**ڏياني ڍوري جي ڪنڊ**: ڪاڇي جا ماڻهو نئن يا ڍوري جي موڙ کي 'ڏياڻي' چوندا آهن. نئن جتان موڙ ڪائيندي آهي، اُتان پاڻيءَ جي ڪري اُٿلندي آهي. اٿل واري زمين آباديءَ لائق هوندي آهي ۽ اها پسي ويندي آهي. اڳتي ان پسنڌڙ پٽ تي ٻنو يا بند ٻه ٻڌندا آهن. جنهنڪري ان ۾ اٿل جي چرجو پاڻي ڪجهه وقت بيهندو آهي. ان 'ڪنڊ' ۾ آبادي ڪندا آهن. مُهڙ وٽ نئن يا ڍوري جي 'چر' يا 'ڪُنب' نهي پوندو آهي. ان کي 'ڪنڊ' چوندا آهن. ڪنڊن جي سيراب ٿيل زمين ۾ آبادي ٿيندي آهي، جڏهن پاڻيءَ جي ضرورت پوندي آهي ته ڪنڊ واري ڪنب مان ٻوڪ تائين پاڻي پهچائيندا آهن. ڪنڊ واري ڪنب ۾ زمين جي مٿاڇري کان ٿورو مٿي لڪڙا کوڙيندا آهن. لڪڙا هڪ ٻئي جي سامهون ٽي چار فوٽ فاصلي تي مضبوطيءَ سان کوڙيندا آهن. انهن ۾ پُسيل تڏا ۽ تؤنريون اڏ وانگر ناهي ڪتل لڪڙن ۾ نوڙين سان مضبوط ٻڌندا آهن. اهيءَ تڏا يا نکون زمين جي مٿان ٻه اڏ ناهي سگهندا آهن. ڪُنڊ مان پوءِ جهولي ٺاهي ان سان تڏن مان ناهيل موڪ ۾ پاڻ چَلِپي وجهندا آهن. ڏياني ڍورو ٻه جوهي تعلقي ۾ آهي. برسات جي مند ۾ هي ڍورو ڏڪڻ اوپر وهي ڪيترا ايڪڙ ٻني آباد ڪرائيندو آهي.

**ڏير** (ديهه): تعلقي سانگهڙ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ قاضي عيسيٰ خان رند، جام خان مري، حاجي پير بخش راڄڙ، حاجي پيارو ۽ حاجي خان ڳوٺ شامل آهن.

**ڏيرو**: ڏيرو، نوشهري فيروز ضلعي جو هڪ اهم شهر آهي. 'ڏيري' کي 'درٻيلو' به چيو ويندو آهي. (ڏسو هن ئي جلد ۾ 'درٻيلو')

**ڏيرو** (ديهه): تعلقي ڪنڊيارو، ضلعي نوشهري فيروز جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڏيٺا، ماڇي، ڇٽو اوڏ، ڏيرو، ڇٽو مهيسر، محمد علي ميمڻ، گنهور ماڇي، دريا خان، قاسم مهيسر، عبدالمجيد مهيسر، جمعو ڪلهوڙو، ميتوا، راهب ڏاهري، سيال ڳوٺ، خير محمد دستي ۽ گل محمد ميتلو.

**ڏيري**[1] (ديهه): ضلعي ڄامشوري جي تعلقي ڪوٽڙيءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

منظور آباد، الهڏنو باريجو مريد رند، پريو دائيداڻو، ڪوريجا ڪاٺوٽ، عرضي ڪوسو سينگار ڪوسو، لڪانو ڪوسو، انڊس ڪول ڪمپني ڪاٺوٽ، بيگن خان، بوليائي ڪوسا، بلوچستان ڪول ڪمپني، ايچ. ايم. اقبال ڳوٺ، ايم. آءِ جي ڪمپني ڪاٺوٽ، دوست علي ڪوريجو، نيشنل ڪول مائينز، ڪوسا ڳوٺ، فيض ڪول مائينز.

**ڏيري**[2] (ديهه): ضلعي مٽياري جي تعلقي هالا جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

معروف پنيرو، سلطان فراش، ڏيري چانڊيا، ملوڪ ڏاهري، الهرکيو چانڊيو ۽ وزير لغاري.

**ڏيري**[3] (ديهه): تعلقي جوهي، ضلعي دادوءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ ڏيرو مقام موجود آهي.

**ڏيري جو مُقامُ**: هي ماڳ شاهه حسڻ کان 5 ڪلوميٽر پري منڇر ڍنڍ جي ڪنڌيءَ تي، جهانگارن کان 3 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي ديهه ڏيري، تعلقي جوهي، ضلعي دادوءَ ۾، "42 '23 °26 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ

"10 '36 °67 ڊگريون اوڀر ڊگھائي ڦاڪ تي موجود آهي. هي قبرستان 85x70 ميٽرن جي ايراضيءَ تي پکڙيل آهي. قبرون گھڻي ڀاڱي چن جي پٿر جي تختن جون ٺهيل ۽ 2.50x1.80 ميٽرن جون آهن. هي قبرستان 18 صدي عيسويءَ جو آهي، جيڪو هاڻي به استعمال هيٺ آهي.

**ڏيوڙي:** ڏڀ جون ڪتون يا ڇهنبون، جيڪي تيز ڌار واريون هونديون آهن. هي ڏڀ جون ڪتون اگھاڙين پيرين هلڻ مهل پيرن ۾ چڀنديون آهن. اصل ۾ هي ڏڀن جون پاڙون آهن، جيڪي ايترين ته تيز ٿين ٿيون، جو جانورن جي پيرن ۾ به چڀي تڪليف جو باعث بڻبيون آهن.

**ڏيون (ديهه):** تعلقي ڪوٽڙيءَ جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڊاڪٽر سلطان خان، محمد خان شورو ۽ علي خان مراد شورو.

**ڏيپي (ديهه):** هي ضلعي دادوءَ جي تعلقي ڪوٽڙيءَ جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ ڪو به ڳوٺ شامل ڪونهي.

**ڏنڻ (ذات):** ڏنڻ، ملاح/ مهاڻا آهن. سنڌ جي مختلف شهرن ۽ ڳوٺن ۾ آباد آهن. سندن گھڻائي اڃا به مڇي مارڻ واري ڌنڌي سان لاڳاپيل آهي. هي ڏنڊن، ڍورن ۽ درياهه مان مڇي ماري پنهنجو گذر سفر ڪن ٿا.

**ڏنڙو**[1] **(شهر):** ڏنڙو، تعلقي سنجهوري، ضلعي سانگھڙ جو هڪ اهم ڳوٺ يا شهر آهي، جتي سنڌي زبان جي مشهور صوفي شاعر، حسن بخش شاهه ڏنڙي واريءَ مزار هتي آهي، جتي هر سال ميلو لڳندو آهي. هزارين عقيدتمند ايندا آهن. ان موقعي تي ملاڪڙو به لڳندو آهي. ماضيءَ ۾ هتي ادبي



پير حسن بخش شاهه ڏنڙي واري جي مزار: ڏنڙو شريف

ثقافتي ڪانفرنسون به ٿينديون هيون، جن ۾ سائين جي. ايم. سيد ۽ مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ به ايندا هئا. 'بزم صوفياءِ سنڌ' جي هڪ ڪانفرنس به هتي ٿي هئي. شاهنواز شاهه عارف المولىٰ جي زندگيءَ تائين هتي ادبي ڪانفرنسون ٿينديون رهيون، جيڪي هاڻي وري عارف المولىٰ جي فرزند سيد يار محمد شاهه ڪرائڻ شروع ڪيون آهن. هن گاديءَ جو موجوده سجاده نشين سيد نور محمد شاهه جيلاني آهي.

**ڏنڙو**[2] **(ديهه):** ضلعي سانگھڙ جي تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

آرادين، جعفر خان لغاري، الهه داد لغاري، مير محمد لغاري، عطا محمد لغاري، تارو مل، لعل خان لغاري، فقيرجان محمد ۽ عارب ماڇي.

**ڊپٽي نذير احمد:** اردوءَ جو عالم ۽ اديب نذير احمد ولد مولوي سعادت علي، 1830ع ڌاري هندستان جي ضلعي بجنور جي ڳوٺ ريڙهه ۾ جنم ورتو. سندس ادبي نالو مولوي نذير احمد دهلوي هو. ڇهن سالن جي عمر ۾ والدين سان گڏ لڏي شهر بجنور ويو جتي ابتدائي فارسي ۽ قرآن مجيد جي تعليم پنهنجي والد کان حاصل ڪيائين. 1839ع کان 1842ع تائين مولانا نصر الله خان خورجوي وٽ پڙهيو جتي عربي، صرف و نحو ۽ فلسفه و منطق جي ابتدائي تعليم حاصل ڪيائين. ان کانپوءِ 1844ع تائين اورنگ آبادي مسجد دهلي ۾ پڙهيو. 1853ع ڌاري دهلي ڪاليج ۾ تعليم مڪمل ڪيائين. هو 1854ع ڌاري ڪنجاهه، ضلعي گجرات جي سرڪاري مدرسي ۾ استاد مقرر ٿيو. 1856ع ڌاري ڊپٽي انسپيڪٽر مدارس جي حيثيت سان ڪانپور ۾ مقرر ٿيو. جتان 1857ع ڌاري ملڪي حالتون خراب ٿيڻ سبب نوڪري ڇڏي دهليءَ هليو ويو.



1858ع ڌاري کيس ساڳئي عهدي تي ٻيهر بحال ڪري الهه آباد ۾ مقرر ڪيو ويو. جتي انگريزي به سکيو. کيس 1860ع ڌاري قانون هند جي عملي ۾ شامل ڪيو ويو. 1862ع ڌاري قانون جي ڪتابن ترجمي ڪرڻ ڪري کيس ڊپٽي ڪليڪٽر مقرر ڪيو ويو. ڪجهه عرصو ڪانپور ۾ تاڻيدار به رهيو. 1863ع ڌاري ڪانپور کان گورکپور بدلي ٿيو. جتان پوءِ جالون، اعظم ڳڙهه ۽ ٻين ضلعن ۾ 1877ع تائين ڊپٽي ڪليڪٽر رهيو. کيس ٻارهين جولاءِ 1877ع تي صوبيدار مقرر ڪيو. 1882ع ڌاري کيس روينيو بورڊ جو ميمبر مقرر ڪيو ويو. جتان 1884ع ڌاري استعيفا ڏنائين. ان کانپوءِ دهليءَ ۾ رهي تصنيف ۽ تاليف جو ڪم شروع ڪيائين. ان کان اڳ نوڪريءَ دوران به ڪيترا ڪتاب لکي چڪو هو. هن شاعري به ڪئي. سندس لکيل ڪتاب مذهبي، سماجي ۽ اخلاقياتي معاملن تي آهي. هن ڪيترن ڪتابن جا ترجما ڪري به شايع ڪرايا.

سندس ڪتابن ۾: (1) منتخب الحڪايات، (2) نصاب خسرو، (3) رسم الخط، (4) صرفِ صغير، (5) مرات العروس (ناول)، (6) بنات النعش، (7) توبته النصوح، (8) ابن الوقت، (9) رويائي صادقه، (10) ادعيته القرآن، (11) الحقوق الفرائض، (12) الاجتهاد، (13) امهات المؤمنين، (14) مطالبِ القرآن، (15) نظم بي نظير (شاعري) وغيره شايع ٿيا.

ان کانسواءِ قرآن شريف جو ترجمو ڪري 'ترجمه القرآن' جي نالي سان شايع ڪرايائين. جڏهن ته سندس خطن جو ڪتاب 'موعظ حسنه' جي نالي سان ڇپيل آهي. سندس تقريرن تي مشتمل ڪتاب 'نذير احمد ڪي ليڪچرون ڪا مجموعا' ۽ 'تقريرون ڪا مجموعا' (2 حصا) شايع ٿيل آهن.

هن پنهنجا ٻه ڪتاب 'توبة النصوح' ۽ 'ترجمه مراة العروس' جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري ٻه ڇپايا. ان ڪانسواءِ هن ٻين اديبن ۽ عالمن جي تصنيفن ۽ قانوني ڪتابن جا ترجما ڪري ڇپايا. انهن ڪتابن ۾: (1) انڪم ٽيڪس ايڪٽ، (2) مجموعه قوانين تعزيرات هند، (3) اصلاح ترجمه ضابط فوجداري، (4) قانون شهادت، (5) مصائب غدر، (6) سماوات، (7) تاريخ دربار تاج پوشي شامل آهن. ڪيس 1870ع ڌاري ڪتاب 'مرات العروس' 1872ع ڌاري 'مبادي الحڪمت' تي 1873ع ڌاري بنات انعش ۽ 1874ع ڌاري 'توبته نصوح' تي سرڪار پاران انعام مليا. ڪيس ادبي ڪارڪردگيءَ تي 1894ع ڌاري 'شمس العلماء' جو خطاب، 1907ع ڌاري ايڊنبرا يونيورسٽي طرفان ايل. ايم. ڊي جي اعزازي سند ۽ 1910ع ڌاري پنجاب يونيورسٽيءَ طرفان ڊي. او. ايل جي اعزازي سند ملي. هن تي ڪيترن ئي اديبن ۽ عالمن ڪتاب لکيا آهن.

هن 3 مئي 1912ع تي وفات ڪئي.

ڊپٽي نظير احمد جو ڪتاب مراة العروس، مرزا قليچ بيگ سنڌيءَ ۾ 'ڪنوار جو آئينو' جي نالي سان ترجمو ڪيو هو، جيڪو سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪرايو.

**ڊپڪا**: 'ڊپڪا' بلوتسڪي پريس جو ماهوار رسالو هو، جيڪو مئي 1926ع کان حيدرآباد مان شايع ٿيڻ شروع ٿيو. هن رسالي جو ايڊيٽر ڪيولرام ديارام هوندو هو. هن رسالي ۾ ٿياسافيڪل اگواڻن جي پرچاري سرگرمين، تقريرن ۽ تحريرن کان پڙهندڙن کي واقف ڪيو ويندو هو. ان ڪانسواءِ رسالي ۾ تعليم سائنس، اخلاقي موضوعن تي مضمون ۽ شاعري، چٽڪلا وغيره به شايع ٿيندا هئا. هي رسالو 16-17 صفحن تي مشتمل هو.

**ڊجيٽل لائبرري**: لفظ ڊجيٽل جو استعمال عام طور ڪمپيوٽر سان آهي. جيڪڏهن ڪنهن به شيءِ يا اوزار وغيره يا ڪنهن خدمت (Service) جو حوالو ڏبو ته ان جو مطلب ٿيندو ته بيان ڪيل شيءِ ۽ اوزار وغيره يا خدمت مڪمل طور ڪمپيوٽرائيزڊ هوندي ۽ ان جو بنياد مشيني ٻولي 0 ۽ 1 واري بنياد تي هوندو. ڪمپيوٽر دنيا جي ڪتبخانن ۽ لائبرري سائنس جا سمورا عمل (جهڙوڪ: ڪيٽلاگ، فهرستون، جاري ڪرڻ ۽ واپس وٺڻ) ڊجيٽل ٿي ويا آهن. ايستائين جو هن وقت ڪتبخانن جو انهن جو طبعي وجود به متاثر ٿيو آهي، يعني اهي ورچوئل ٿي ويا آهن. سائنس ۽ ٽيڪنالاجي جي ميدان ۾ ورچوئل جو مقصد آهي ٽيڪنالاجيءَ وسيلي اهڙي شيءِ جو وجود ۽ خدمت (سروس) پيش ڪرڻ، جنهن جو حقيقي طور طبعي وجود نه هجي. مثال طور: اي ميل ۽ اي ميل باڪس. ڊجيٽل لائبرريءَ جو مطلب آهي هڪ اهڙو ڪتبخانو جنهن جو ڪتابي يا غير ڪتابي مواد، اخبارون، رسالا، ميگزين وغيره مڪمل طور ڊجيٽل يعني ڪمپيوٽرائيزڊ هجن ۽ ڪنهن ڪمپيوٽر جي هارڊ ڊسڪ يا ان سان مطابقت رکندڙ ڪنهن ٻئي اوزار ۾ ڪنهن سٽاءُ/ پروگرام / سافٽ ويئر ۾ جمع ٿيل هجن. مواد کي پڙهڻ يا تلاش ڪرڻ لاءِ صارف ۽ مواد جي وچ ۾ وهنوار لاءِ هڪ سافٽ ويئر هوندو آهي، جنهن کي 'گرافڪ يوزر انٽرفيس' چئبو آهي. مواد تائين پهچ علائقائي سطح تي ڪمپيوٽرن جي ڄار وسيلي به ٿي سگهي ٿي ۽ ساڳيءَ طرح انٽرنيٽ وسيلي هن لائبرريءَ جو طبعي وجود هوندو آهي، ان ڪري ان کي ورچوئل لائبرري ۽ بنا ديوار لائبرري به سڏيو ويندو آهي. چاڪاڻ ته هن جو طبعي وجود نه هجڻ جي باوجود هڪ رواجي لائبرري هزارين ڪتابن، اخبارن ۽ رسالن سان موجود هوندي آهي، اها پنهنجي خدمت (Service) پيش ڪندي آهي. ان جي نمائندگي ڪندي آهي. مواد تائين هر وقت پهچ جي ڪري ان کي آن لائين لائبريري به سڏيو ويو آهي. ان جي قائم ۽ استعمال ڪرڻ ۾ برقي اليڪٽرانڪ اوزارن: ڪمپيوٽر، اسڪينر، ڪئميرا، مائڪرو فون، لائوڊ اسپيڪر پرنٽر وغيره جي استعمال سبب ان کي اليڪٽرانڪ لائبرري يا اي لائبرري پڻ سڏيو ويندو آهي. اڪثر ڪري رواجي ڪتبخانن جا منتظمين، ڪتبخاني جون ڪجهه خدمتون، جهڙوڪ: انٽرنيٽ، آپٽيڪل ڊسڪ تي ڪتابن يا رسالن، مائڪرو فارم/ فلم، وڊيو ڪانفرنس، ويب سائيٽ تي موجود ڪتابن جي فهرست، اسڪيننگ، پرنٽنگ وغيره ڪمپيوٽر وسيلي پيش ڪري ان رواجي ڪتبخاني کي ڊجيٽل لائبرري آن لائين لائبرري/ اليڪٽرانڪ لائبرري يا اي لائبرري سڏڻ شروع ڪيو آهي، جيڪو غلط آهي. اهڙي قسم جي ڪتبخاني کي هائبرڊ لائبرري يعني 'گاڏڙ ڪتبخانو' چئبو آهي. مطلب ته اهڙو ڪتبخانو جنهن ۾ رواجي ڇپيل مواد ۽ برقي مواد (اليڪٽرونڪ ميٽر) جو ميلاپ هجي.

**ڊجيٽل لائبرري جي اهميت ۽ فائدا**: رواجي ڪتبخاني ۽ ڊجيٽل لائبريءَ جو بنيادي مقصد ساڳيو هوندو آهي. ڊجيٽل لائبرري پنهنجين خصوصيتن جي ڪري رواجي ڪتبخاني کان مختلف آهي. ان جي اهميت ۽ فائدا هن ريت آهن.

**طبعي جڳهه**: رواجي ڪتبخانا مواد (ڪتاب، رسالا، اخبارون وغيره) جي جمع ڪرڻ سبب محدود هوندا آهن، پر ڊجيٽل لائبرري ۾ اها سگهه هوندي آهي ته گهٽي کان گهٽي مواد کي جمع ڪري سگهجي. چاڪاڻ ته ڊجيٽل نموني واري معلومات کي جمع ڪرڻ لاءِ تمام ننڍڙي هارڊ ڊسڪ يا ان سان مطابقت رکندڙ ڪنهن ٻي اوزار وغيره جي ضرورت هوندي آهي. ڊجيٽل لائبريءَ جي سار سنڀال جو طريقو رواجي ڪتبخاني جي ڀيٽ ۾ معمولي هوندو آهي.

**خرچ**: رواجي ڪتبخاني ۾ عملي جي پگهار، ڪتابن جي سار سنڀال، نون ڪتابن وغيره خريد ڪرڻ، عمارت جي سنڀال، صفائيءَ جا خرچ شامل آهن، جڏهن ته ڊجيٽل لائبريءَ ۾ اهي سڀ خرچ نه هئڻ برابر آهن.

**نواڻ**: ڊجيٽل لائبرري ٽيڪنالاجيءَ جي دؤر جي خيال کان آيل هر نموني ۾. پوءِ اهو ملٽي ميڊيا ۾ ڇو نه هجي. جديد ذريعن وسيلي پيش ڪري سگهجي ٿي.

**ڪنهن به طبعي سرحد جو نه هجڻ**: ڊجيٽل لائبرريءَ جي پڙهندڙ کي طبعي طور لائبرريءَ ۾ وڃڻ جي ضرورت نه هوندي آهي. سڄيءَ دنيا جي معلومات تائين پهچ لاءِ صرف انٽرنيٽ جو ڳانڍاپو ضروري آهي.

**هر وقت موجودگي**: ڊجيٽل لائبرريءَ جي وڏي ۾ وڏي خاصيت اها آهي ته اُها ماڻهو ڪنهن به وقت، رات هجي يا ڏينهن، معلومات تائين پهچ رکي سگهي ٿو.

**گڏيل پهچ ۽ مواد جي گولا**: ڊجيٽل لائبرريءَ جو ڪو به ڪتاب يا رسالو ساڳئي وقت ڪيترائي ماڻهو/ صارف دنيا جي مختلف حصن ۾ پڙهي سگهن ٿا. ڊجيٽل لائبرريءَ ۾ اسان کي ان جي مواد (ڪتاب يا رسالي جي

ڪيٽلاگ ڪان ويندي ان جي بابت ۽ متن تائين) پهچ سولي هوندي آهي. ڊجيٽل لائبرريءَ ۾ صارف کي ڪتاب يا ڪو بيو مواد ڳولڻ سولو هوندو آهي. صرف واسطيدار مضمون جو ڪو به لفظ مهيا ڪري ڳولا ڪبي ته سيڪنڊن ۾ گهربل مواد جو پتو پئجي ويندو.

مواد کي ڪمپيوٽر اسڪرين تي پڙهڻ سان گڏ ان کي ڪمپيوٽر تي ڊائون لوڊ ڪري يا پرنٽر وسيلي ڇپيل صورت ۾ حاصل ڪري سگهجي ٿو.

ڊجيٽل لائبرري جو مواد هڪ ڪمپيوٽر جي هارڊ ڊسڪ ۾ جمع ٿيل هوندو آهي. ڊجيٽل لائبرري ۽ ان جي مواد تائين پهچ لاءِ اسان کي هيٺئين سامان جي ضرورت پوندي آهي:

ڪمپيوٽر، موڊيم، نيٽ ورڪ ڪارڊ، ٽيليفون لائين، انٽرنيٽ سافٽ ويئر، انٽرنيٽ سروس پرووائيڊر وغيره.

ڊجيٽل لائبرري جي صارفين جي رقم جي ادائگيءَ جا به قسم آهن: (1) مفت ۽ (2) روڪڙ واري. مفت ڊجيٽل لائبرريءَ جو استعمال دنيا جو هر ماڻهو کهڙي هنڌان بنا ڪنهن رقم جي ادائگيءَ جي ڪري سگهي ٿو جڏهن ته ادائگي/ روڪڙ واري لائبرريءَ لاءِ صارف يا ڪنهن اداري (پنهنجي عملي لاءِ) کي ويزا ڪارڊ، ماسٽر ڪارڊ يا ڪنهن ٻي متبادل وسيلي ميمبرشپ ڪرائڻي پوندي آهي، جنهن ڪانپوءِ انهن کي صارف جو نالو ۽ 'خفيہ لفظ' مهيا ڪيندو آهي، جنهن وسيلي هو ان تائين رسد حاصل ڪري سگهندا آهن.

ڊجيٽل لائبريءَ جو مواد اڪثر اکرن واري نموني ۾ هوندو آهي، پر ان سان گڏوگڏ تصويري نموني ۽ سمعي و بصري نموني ۾ پڻ ميسر هوندو آهي. اکرن واري نموني جو مواد ايڇ. ٽي. ايم. ايل. نوٽ پيڊ، ورڊ پيڊ، ايڪسل، ايڊوب ايڪروبيٽ وغيره جي فائل جي شڪل ۾ هوندو آهي. تصويري نموني جو مواد جي. پي. جي ۽ گِف وغيره جي فائل جي شڪل ۾ هوندو آهي. سمعي و بصري نموني جو مواد فليش، پاورپوائنٽ ۽ ونڊوز ميڊيا وغيره جي فائيل جي شڪل ۾ هوندو آهي.

ڊجيٽل لائبرريءَ جي مواد جي چونڊ ۽ گڏ ڪرڻ لاءِ لائبرري جي مواد کي ٻن حصن ۾ ورهايو ويو آهي.

**ڊجيٽل ٿيل:** اهڙو مواد، جيڪو ڪنهن ڇپيل رسالي يا ڪنهن اوزار: جهڙوڪ اسڪينر وي. پي. ايس وغيره وسيلي ڪمپيوٽر ۾ داخلا ڪجي.

**ڊجيٽل بارن** Born Digital: اهڙو مواد، جيڪو ڪنهن به نئين ڪتاب کي ڪمپيوٽر ۾ تيار يعني ڪمپوز ڪيو وڃي ۽ اهو ڇپائي واري صورت ۾ نہ هجي.

رواجي لائبرريءَ وانگر ڊجيٽل لائبرريءَ جي مواد جي چونڊ وارو طريقو ساڳيو آهي، جنهن لاءِ لائبرري يا اداري جي سرپرستيءَ ۾ هڪ ڪاميٽي ٺهيل هوندي آهي، جيڪا مواد جي چونڊ ڪندي آهي. ان ڪانپوءِ سفارش ڪيل مواد کي تصنيف جي حق وارن قاعدن ۽ قانونن موجب ان ڪتاب يا رسالي کي خاص ڪري اسڪينر وسيلي ڊجيٽل فارم (اکرن واري نموني) يا وري تصويري نموني ۾ تبديل ڪري ڊجيٽل لائبرريءَ جي مواد واري ڊيٽابيس ۾ داخل ڪبو آهي. ڊجيٽل لائبرري هڪ ماڻهوءَ جي وس جي ڳالهہ نہ آهي، پر اُن لاءِ هڪ ٽيم ورڪ هوندو آهي، جيڪو ٻن يا ٻن ڪان وڌيڪ ماڻهن تي مشتمل هوندو آهي. بلڪ چند مخصوص فردن تي (جيڪي ڪمپيوٽر ٽيڪنالاجيءَ ۾ مهارت رکندڙ هوندا آهن) تي مشتمل هوندو آهي. هن ڪتبخاني جو عملو خودمختيار بہ ٿي سگهي ٿو يا ڪنهن اداري جي ماتحت بہ ٿي سگهي ٿو اڪثر عملو هيٺين ريت هوندو آهي. ڪمپيوٽر آپريٽر/ ڊيٽا انٽري آپريٽر، سسٽم اينالسٽ، نيٽ ورڪ ايڊمنسٽريٽر، ويب پيج ڊزائينر ايڊمنسٽريٽر ۽ لائبريرين. مڙني مضمونن جي جاچ رکندڙ عالم/ ماهر يا عالمن ماهرن جي ڪاميٽي (ڪتابن يا رسالن جي چونڊ واسطي).

ڊجيٽل لائبرري جا ڪجهہ مثال هي آهن: هاير ايجوڪيشن ڪميشن، پاڪستان جي ڊجيٽل لائبرري www.digitallibrary.edu.pk، ايسوسيئيشن فار ڪمپيوٽنگ (ACM) جي ڊجيٽل لائبرري، www.portal.acm.org/dl.cfm، لائبرري آف ڪانگريس جي ڊجيٽل لائبرري، گوگل جي ڊجيٽل لائبرري وغيره.

**ڏُڏي (ذات):** ڏُڏي ذات وارا اصل ۾ پنجاب جي علائقي جهنگ ڪان آيل سيال آهن، جيڪي سنڌ جي ڪيترن شهرن ۽ ڳوٺن ۾ آباد آهن. اڪثريت پڙهيل لکيل آهن ۽ ڪجهہ زمينداريءَ سان بہ لاڳاپيل آهن.

**ڏڏ (تال):** هي تال سنڌ جو قديم سماجي ۽ ثقافتي تال آهي. هن جي سنگيت جي ائن ماترائن جي تالن مان خاص ڪري چلت ڪهروا، آڏ ستار خاني، اڏتين تال ڪان وڌيڪ طاقتور ۽ خوبصورت تال آهي. هي تال سنگيت ۾ شامل نہ هئڻ ڪري متعارف نہ ٿي سگهيا آهن، پر جيڪڏهن حڪومت ۽ فنڪارن ڌيان ڏنو تہ هيءَ تال پوريءَ دنيا ۾ سنڌي موسيقيءَ جو خوبصورت انداز پيش ڪندو.

جهہ، نا، ڪَ، تَڪ، جهڳ، نا، جِهہ، جِهہ،
1، 2، 3، 4، 5، 6، 7، 8.

**ڏڏرا (ذات):** هن ذات وارا، غير سمات، ملاح ۽ مهاڻا آهن، جيڪي پراڻي وقت ڪان سنڌ ۾ آباد آهن. هنن جي گهڻائي مڇي ماري پنهنجو گذر سفر ڪري ٿي. هي اڪثر ڪري درياهہ جي ڪناري ۽ ڍنڍن جي پرپاسي ۾ آباد آهن.

**ڏڏرو (ديهہ):** ضلعي سانگهڙ جي تعلقي کپري جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

طيب بوزدار، غلام حيدر شاهہ، مهرعلي لاشاري، عيسو هنگورو، صديق چانهيون، آچر هنگورو (پڙي)، حاجي خان محمد، بيگن هنگورجو، حاجي قادر بخش شر (علي اڪبر هاليپوٽو)، حاجي باقر شاهہ (جي ايم سيد)، وريام فقير راڄڙ، سليم هنگورو، اوطاق حاجي محمد عثمان چانهيون (حميد الرحمٰن).

**ڏڏڙ (ديهہ):** هي ضلعي دادوءَ جي تعلقي ميهڙجي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

شاهہ محمد سوڍر، عبدالهادي، ڏيرا ڳوٺ، ڪنيرجي ميائي، خالي چارو، ستار ڏنوماڇي، ماڇي ڳوٺ، رضا محمد رند، حاجي واهہ ۽ غلام النبي ڪوسو.

**ڊراڳو (ديهہ):** تعلي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڏڪڻ ۽ غلام مصطفيٰ ابڙو.

**ڊرامو** (Drama): ڊرامو يوناني ٻوليءَ جو اصطلاح آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ: دلچسپ واقعو، کيل، تماشو وغيره آهي. ڪنهن به ڪهاڻيءَ کي هڪ مخصوص انداز ۾ پيش ڪرڻ يا ڪردارن جي چُرپُر جي نقل کي ڊرامو چئجي ٿو. ڊرامي جو مقصد تفريح، راند رُوند، ٽينگ ٽپا ۽ تماشو به آهي. ڊرامو زندگيءَ جي نقل، رسمن ۽ رواجن جو سچو آئينو آهي، جيڪو سچائيءَ جي عڪاسي ڪري ٿو. ٻين لفظن ۾ ڊرامو اصل ۾ حالتن ۽ واقعن جي تصوير ڪشي آهي. انگريزي ٻوليءَ جي مهان ناٽڪ نويس شيڪسپيئر جو چوڻ آهي ته 'ڊرامو زندگيءَ جو عڪس آهي'.

ڊرامي جي شروعات نقاليءَ کان ٿي. ارسطو چواڻي: نقالي، انساني جلبت ۾ شامل آهي، جيڪا ننڍپڻ کان نظر اچي ٿي ۽ ان جو ترقي يافته نالو 'ڊرامو' آهي.

ڊرامي جي اصل نسل کي جاچڻ لاءِ ڊرامي جي اتهاس جي اپياس مان اها ڳالهه سامهون اچي ٿي ته ڊرامي جي پيدائش انهن مذهبي ادارن مان ٿي، جيڪي اصنام پرستيءَ ڏانهن مائل رهيا. اهي پنهنجي ديوتائن جي واکاڻ لاءِ جيڪي گيت، ڀڄن يا نغما ڳائيندا هئا، سي تمثيلي انداز ۾ پيش ڪندا هئا، جن ۾ ديوتائن جي صفت جو مڪمل اظهار هوندو هو يوناني ڊرامي جي ابتدا به ائين ئي يوناني ڌرم يا ثقافتي ديومالا سان ٿي. ان ۾ ڊرامي کي نهايت مقدس سمجهيو ويندو هو باقاعده ڊرامي ۽ ٿيٽر جو شعور اسان کي پهريائين يونانين ۾ نظر اچي ٿو 490 ق. م ۾ يونان جي مشهور ۽ اولين ناٽڪ نويس ايسڪائي لس (Aeschylus) جو ناٽڪ 'The Supliont' پيش ڪيو ويو ۽ ان کان پوءِ سوفوڪيلز (Sophocles) ۽ يوري پڊيز (Euripides) جهڙن ڊرامانگارن ان ۾ اضافو ڪيو.



ڊاڪٽر حبيب الله مرزا لکي ٿو ته، "يوناني ڊرامي جي هڪ خاصيت اها به آهي، جو ان جا ٻه قسم آهن. هڪ ٽريجڊي (الميه ڊرامو) ۽ ٻيو ڪاميڊي (طربيه ڊرامو). ارسطو مطابق الميه ڊرامو سنجيده ماحول جي عڪاسي ڪري ٿو ۽ طربيه ڊرامو (ڪاميڊي) کِل ڀوڳ واري ماحول جي ترجماني ڪري ٿو ان کان سواءِ الميه ڊرامي (ٽريجڊي ڊرامو) جي ٻولي سنجيده، گنڀير ۽ حڪمت ڀري هوندي آهي. طربيه ڊرامي (ڪاميڊي) جي ٻولي کِل ڀرچي ۽ مزاح سان ڀرپور هوندي آهي. نه فقط ايترو پر الميه ڊرامن جا ڪردار وڏا ماڻهو شهزادا، شهزاديون ۽ ٻيا اعليٰ مرتبت انسان هوندا هئا ۽ مزاحيه ڊرامن جي ڪردار لاءِ هيٺئين درجي جا ماڻهو يعني ڪمي ڪاسبي ۽ هلڪي قسم جا انسان چونڊيا ويندا آهن.

يونانين کان پوءِ يورپ ۾ جديد ڊرامي جو دؤر آيو. ان دؤر ۾ ابتدائي ڊرامانگارن مارلو (Marlow)، وڪٽر هيوگو (Victor Hugo)، بن جانسن (Ben Johnson)، شيڪسپيئر (Shakespeare)، موليئر (Molier)، ابسين (Ibsen) ۽ برنارڊ شا (Bernard Shaw) ۽ ٻين ڊرامي کي ترقي وٺرائي.

هندستان جي ڊرامي جو وجود يونانين وانگر نهايت آڳاٽو آهي. ڊاڪٽر صفدر حسين لکي ٿو ته، "هندستان ۾ ڊرامي جو فن سڀ کان اڳ ۾ ڀرت منيءَ کي سيکاريو ويو. جنهن ذريعي اهو سڄيءَ دنيا ۾ پکڙيو روايتن



موجب ڊرامي جو آغاز ڀرت منيءَ کان ٿيو اندر ڏوج، امرت منٿن ۽ لڪشمي سوئمبر ابتدائي ڊراما ليکيا وڃن ٿا، جيڪي پهريائين ديوتائن لاءِ لکيا ۽ پيٽا طور پيش ڪيا ويا، پوءِ وشنوءَ جي پٽنيءَ اروشيءَ جي توسط سان دنيا جي آڏو آيا.

جديد انگريزي ڊرامي کي ٻن حصن ۾ ورهايو ويو آهي، جديد ڪلاسيڪي ڊرامن جو بُنياد وري پهريان پهريان فرانسيسي ڊرامانگارن سترهين ۽ ارڙهين صدي عيسويءَ ۾ رکيو ۽ اطالوي شاعر الفريري (Alfieri) جا ڊراما به ڪافي مشهور ٿيا، جڏهن ته رومانوي ڊرامن جو بُنياد ايلزبيٿ ۽ اسٽورٽ جي زماني ۾ پيو. اُنهي دور سان عظيم ڊرامانگار شيڪسپيئر به تعلق رکي ٿو. اُن کانسواءِ جرمنيءَ ۾ گوئٽي، شِلر ۽ ليسننگ ڊرامي نگاريءَ ۾ ڪافي ترقي ڏياري. فرانس ۾ وڪٽر هيوگو ۽ ڊيومس پڻ ڊرامي نگاريءَ جي ميدان ۾ ڪافي شهرت حاصل ڪئي. جديد ڪلاسيڪي ۽ رومانوي ڊرامن ۾ وري ڪافي اختلاف آهن، جو ته ڪلاسيڪي ڊرامن جي برخلاف رومانوي ڊرامن ۾ عوامي ماحول ڏيکاريو ويندو آهي.



انگريزيءَ ۾ ڊرامي جا ٻه مُکيه حصا/ ڀاڱا آهن: هڪڙا ٽريجڊي ڊراما ۽ ٻيا ڪاميڊي ڊراما. جنهن ڊرامي ۾ هيرو ۽ ٻيا مُکيه ڪردار آخر ۾/

انجام تي مري وڃن ٿا، اُنهن ڊرامن کي ٽريجڊي ڊرامو چيو ويو آهي ۽ جن ڊرامن ۾ هيرو (نائيڪ) ۽ ٻيا مُکيه ڪردار گهڻي تڪليف ڪانپوءِ آخر ۾ خوش ٿين ٿا، پنهنجو مقصد ۽ مطلب حاصل ڪن ٿا. انهن ڊرامن کي 'ڪاميڊي ڊراما' چيو ويو آهي. اهڙيءَ ريت سنڌيءَ ۾ به ڊرامن جا ٻه قسم آهن، هڪڙا ٽريجڊي يا رومانوي ۽ ٻيا ڪاميڊي يا مزاحيه.

سنڌ ۾ به ڊرامي جي شروعات نهايت پراڻي آهي. سنڌ جا رهواسي پنهنجي ڌرمي ڏڻن، هولي، ڏياري، ٿڌڙي ۽ دسهڙي جي موقعن تي مذهبي نوعيت جا ناٽڪ رچائيندا هئا. دسهڙي جي ڏينهن، راوڻ ۽ رامچندر جي يُڌ (جنگ) ڏيکاري ويندي هئي. اهڙي قسم جا ناٽڪ گهڻي عرصي کان سنڌ ۾ مروج هئا. ڊرامي/ ناٽڪ جي انهيءَ صورتحال کان پوءِ 'سانگ' ۽ 'رام ليلائون' به ڊرامي/ ناٽڪ جا ابتدائي اهڃاڻ يا نمونا آهن. 'سانگ' کي سنڌ جو ناٽڪ مڃيو وڃي ٿو. آڳاٽي زماني کان مڱڻهار، شيدي، پٽ ۽ ڪي حرفتي ۽ هنرمند ماڻهو خاص خوشيءَ جي موقعن ۽ شادين تي سانگ رچائيندا هئا، جن ۾ ڪن ڪردارن جا روپ اختيار ڪري، ڪنهن نه ڪنهن واقعي جي تصوير پيش ڪندا هئا. مردن کان سواءِ عورتون به پنهنجين محفلن ۾ سانگ رچائينديون هيون.



سنڌ ۾ ناٽڪ جو باقاعدي آغاز 19هين صديءَ عيسويءَ جي وچ ڌاري ٿيو. 1854ع ۾ قائم ٿيل رايل ٿيئٽر ڪراچي، ناٽڪ جي ميدان ۾ پهريون قدم ڪنيو. ڪراچي ڇانوڻيءَ ويجهو قائم ڪيل ٿيئٽر هال ۾ جان ٿامس هائنس جي ڊرامي سان گڏ مزاحيه فيچر دي هيپي مئن (The Happy Man) پڻ پيش ڪيو ويو هو. ناٽڪ ڏسڻ جو رجحان وڌيو ته آهستي آهستي ڊرامٽيڪ سوسائٽيون قائم ٿيڻ لڳيون، جن ۾ دي ڪراچي فرينڊس اينڊ سوسائٽي (The Karachi Friends and Society) (1882ع)، پيني ريڊنگس اينڊ ڊرامٽيڪ ڪلب (1885ع) پهريون ڊرامٽيڪ سوسائٽيون ڳڻي سگهجن ٿيون. هنن ناٽڪ منڊلين ۾ گهڻو ڪري انگريز فوجي آفيسر وڏي چاهه سان حصو وٺندا هئا.

ان بعد سڀ کان اڳ بمبئيءَ کان آيل ناٽڪي پيشي سان لاڳاپيل پارسي ۽ گجراتي ڪمپنين پنهنجا مشهور ناٽڪ پيش ڪيا. انهن ۾ پهرين ڊرامٽيڪ ڪمپني پارسي سيٺ پستن جي فرامجيءَ جي هئي، جيڪا 1877ع ۾ بمبئيءَ ۾ قائم ٿي هئي.

1880ع کان پهرين مهاڀاري لڙائيءَ جي خاتمي ڪانپوءِ 1920ع تائين سنڌي ناٽڪ جو پهريون دؤر ليکيو وڃي ٿو جنهن ۾ ناٽڪ نويسيءَ جي علمبردار شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ 'ليلا مجنون' هڪ راڳ ناٽڪ (Opera: 1980) لکيو. ان بعد 1885ع ۾ خورشيد ناٽڪ لکيائين. جيڪو گجراتي ناٽڪ 'سونا نامول' جو ترجمو هو ٿيون جهونو سنڌي ناٽڪ ڪوڙي مل چندن مل جو 'رتناولي' (1888ع) آهي. جيڪو سنسڪرت جي ناٽڪ نويس 'راجا هرش ديو' جي ناٽڪ جو ترجمو هو. ان ريت 1894ع تائين سنڌي ناٽڪ ڇپيل صورت ۾ پڌرا ٿيا، پر ترت ئي سنڌي ناٽڪ کي اسٽيج جي زينت بنايو ويو ۽ اها ابتدا اتر سنڌ جي پڙهيل ۽ سلجهيل ذهنن جي ڪوشش سان ٿي. ان ۾ حصو وٺندڙ گهڻو ڪري استاد، شاگرد، پروفيسر ۽ تعليمي ماهر هئا، جن کي ڏسندي وڪيل، ڊاڪٽر، روينيو آفيسر ۽ ٻيا پڙهيل فرد به ساڻن شامل ٿي ويا هئا. ان ڪري سنڌي ناٽڪ گهڻو ڪري تعليمي ادارن ۾ ٿيندا رهيا.

پاڪستان ٺهڻ کان اڳ سنڌ ۾ سنڌي پريس ۽ ٿيئٽر گهڻو ڪري سنڌي هندن جي هٿن ۾ هئا. هندن جي لڏ پلاڻ ڪانپوءِ ڊرامي کي ڪافي ڌڪ رسيو جنهن سبب سنڌي پريس ناٽڪ مانڊل، ٿيئٽر ۽ سينيما گهرن جو ڪردار بدلجي ويو. سنڌ ۾ ايڪڙ ٻيڪڙ ناٽڪ ٿيئٽر ۽ سينيما گهر بچي سگهيا. اهڙيءَ ريت سنڌي ادب جو عام طور تي ۽ سنڌي ڊرامي جو خاص طور تي زوال ٿيڻ لڳو ورهاڱي کان اڳ تائين پوءِ اسٽيج ڊرامو فقط ايميچوئر (شوقيه) طور تي ئي ٿيندو رهيو هو ان کي اها حيثيت نه ملي، جيڪا اُن وقت هندستان جي ٻين علائقائي ۽ هندي توڙي اُردو ناٽڪن کي ملي هئي. نه وري دنيا جي ٻين ملڪن وانگر سنڌي ڊرامي يا ناٽڪ کي ٿيئٽر وارو درجو حاصل ٿيو هو.



1963ع ۾ 'ست راتيون' ڊرامو، شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي 210هين ورسي جي موقعي تي اسلاميه هاءِ اسڪول لکي در (شڪارپور) جي احاطي ۾ اسٽيج ۾ ڪيو ويو هو. جيڪو القمر آرٽ سرڪل (پلازه سينيما شڪارپور) (صدر مرحوم نياز مغل) پاران 26 مارچ تي ٿيو هو ان کان اڳ سنڌ جي تعليم کاتي طرفان ٽريننگ ڪاليج فارمين جي سهڪار سان حيدرآباد ۾ منعقد ٿيل پرائمري ٽيچرس رفريشر ڪورس ڪانفرنس جي موقعي تي (28 مئي کان 1 جون 1960ع) غلام حيدر صديقيءَ جو تحرير

ڪيل لوڪ داستان 'نوري جام تماچي' جي ڊرامائي تشڪيل، پهرين جون 1960ع تي ٽريننگ ڪاليج فار مين جي احاطي ۾ اسٽيج تي ڪيو ويو هو. سال 69-1968ع ۾ ڪراچي ٽيليويزن اسٽيشن قائم ٿي، جتان هفتي ۾ هڪ دفعو اڌ ڪلاڪ جو سنڌي پروگرام پڻ ٽيليڪاسٽ ٿيڻ لڳو هو. مهيني ۾ هڪ دفعو اڌ ڪلاڪ جو سنڌي پروگرام سڌو سنئون نشر ٿيندو هو.

سال 1967ع ۾ عبدالڪريم بلوچ ڪراچي ٽيليويزن تي پروڊيوسر مقرر ٿيو. جنهن سنڌي ڊرامي لاءِ وڏي جاکوڙ ڪئي هئي، پاڪستان ٽي. وي تي پهريون سنڌي پروڊيوسر هو. عبدالڪريم جي شوق، دلچسپي ۽ ڪوشش سان سنڌي ٽيليويزن ڊرامي جي شروعات ٿي. سنڌ ٿيئٽر جي نالي سان اسٽيج ڊرامن جي وڌاري خاطر هڪ تنظيم قائم ٿي هئي، جنهن ۾ ريڊيو پاڪستان سان وابسته شخصيتن ۾ مصطفيٰ قريشي، آغا سليم، عبدالڪريم بلوچ، منظور قريشي، عبدالحق ابڙو ۽ الله بچايو لغاري هئا. هنن اُها تنظيم 69-1968ع ۾ قائم هئي. ان ڪانسواءِ 1970ع کان 1990ع تائين اسٽيج ڊرامي سان جنون جي حد تائين دلچسپي رکندڙ ماڻهن سنڌ ۾ اسٽيج ڊرامن جي روايتن کي قائم رکندي. اڪثر سنڌ جي ڪنهن نہ ڪنهن شهر ۾ ڊرامو اسٽيج ڪندا رهيا هئا، جن ۾ مورو، نوشهرو فيروز، جيڪب آباد، سيتا، دادو، حيدرآباد ۽ ڪيترائي ٻيا شهر شامل هئا.

سنڌيءَ ۾ ريڊيائي ناٽڪ (Radio Play) جي شروعات 1955ع ڌاري ريڊيو پاڪستان حيدرآباد ڪلڻ سان ٿي، جنهن ۾ ريڊيائي ناٽڪ 'سولو پلي' ۽ قسطوار پيش ڪيا ويندا هئا. هن قسم جي ناٽڪن ٻڌندڙن ۾ ڪافي مقبوليت ماڻي. ريڊيو تان پيش ٿيندڙ ريڊيائي ناٽڪ عشق، محبت، جاسوسي، سائنس، پراسراريت، لوڪ ڪهاڻين، تاريخي ۽ نيم تاريخي داستانن تي مشتمل هوندا هئا. سيد منظور نقوي سنڌي ادب جو پهريون اديب آهي، جنهن گهڻي وقت تائين اردو تان ترجما ڪرڻ کانپوءِ سنڌيءَ ۾ ناٽڪ لکيا ۽ پيش ڪيا. منظور نقوي ڪيترن ئي موضوعن تي لکيو.

پاڪستان ۾ ٽيليويزن جي آمد ڊرامائي تاريخ ۾ اردو ڊرامي لاءِ هڪ بلڪل نئون تجربو هو، چوتہ نندي کنڊ (پاڪ و هند) ۾ پڻ اهو هڪ نئون تجربو هو. پاڪستان ۾ ٽيليويزن جون نشريات 26 نومبر 1964ع تي شروع ٿيون هيون. لاهور ۽ ڍاڪا جي ٽيليويزن تان نشريات شروع ٿيندي ئي ٽي وي ڊراما ڏيکاريا ويا هئا. (وڌيڪ ڏسو: **سنڌ ۾ ناٽڪ نويسيءَ جي اوسر ۽ تاريخ، جلد ڇهون**).

**ڊرامہ نور جهان جهانگير** (ڪتاب): 'ڊرامہ نورجهان جهانگير' نامور اديب ۽ مزاح نگار رئيس شمس الدين بلبل جو لکيل آهي. هن ڊيمي سائيز ڪتاب ۾ 106 صفحا آهن ۽ هن جي قيمت 5 آنا رکيل آهي. ڇاپو پهريون ماستر هريسنگهہ سکر سال 1909ع ۾ ڇپايو.

**ڊرب** (ديهہ): تعلقي پني عاقل، ضلعي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديهہ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڊرب، لعل ڏنو ڪٽو ۽ محمد بخش آرائين.

**ڊرب ٽولڻ** (ديهہ): هي ضلعي دادوءَ جي تعلقي خيرپور ناٿن شاهہ جي هڪ ديهہ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محمد پريل قمبراڻي ۽ محمد مٺل قمبراڻي.

**ڊرب چانڊيہ** (ديهہ): هي ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلقي ميري خان جي هڪ ديهہ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

قائم خان چانڊيو، رحيمداد چانڊيو ۽ گاهي خان چانڊيو.

**ڊرب ڏيڻڙي** (ديهہ): تعلقي ميرپورماٿيلي، ضلعي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديهہ. جنهن ۾ هڪ ڳوٺ وزير خان بوزدار نالي آباد آهي.

**ڊرب سوريو** (ديهہ): تعلقي ڳڙهي خيرو، ضلعي جيڪب آباد جي هڪ ديهہ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

علي شاهہ، غلام قادر ۽ حاجي امام دين.

**ڊرب مٺو** (ديهہ): تعلقي قمبر، ضلعي قمبر شهدادڪوٽ جي هڪ ديهہ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

نوڙهي بجار، نوڙهي سهراب، سومر چانڊيو علي بيگ ٽنيو علي آباد عرف گالو ڪوسو ۽ دوست محمد چنو.

**ڊرپ** (ديهہ): هيءَ تعلقي ڪنگريءَ، ضلعي خيرپور جي هڪ ديهہ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

احسان ڪانڊڙو، محمد بچل چانڊيو، غريبو چانڊيو، غريب چانڊيو، شريف ڪانڊڙو ۽ جاڻڻ چانڊيو.

**ڊرپي** (ديهہ): ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلقي رتيديري جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ بچل ويسر نالي هڪ ڳوٺ آباد آهي.

**ڊرگ روڊ**: ڊرگ روڊ جي ريلوي اسٽيشن ڪراچيءَ ۾ آهي، جيڪا شروع ۾ ڪراچيءَ کان 19 ڪلوميٽر پري هئي. اها شروعاتي اسٽيشن هاڻي ڪراچي شهر جي حدن ۾ ديهہ ڊرگ ۾ آهي. هي ڪراچيءَ جي هڪ مشهور شاهراهہ جو پراڻو نالو آهي، جنهن کي گهاري وارو گس پوءِ ڊرگ روڊ سڏيو ويو ۽ اُن جو هاڻوڪو نالو شاهراهہ فيصل آهي. ڊرگهہ ديهہ جون حدون ناٿا خان پنهور ڳوٺ کان شروع ٿي ريلوي لائين جي ڪناري سان هلندي گسري تائين وڃن ٿيون. ٻئي پاسي هن ديهہ جون حدون مليرنئن جي ساڄي ڪپ کان جناح اسپتال ويجهو گورا قبرستان تائين آهن. پهرئين مهاڀاري لڙائيءَ کانپوءِ هن ديهہ جي حدن کي فوجي علائقي ۾ تبديل ڪيو ويو. 1940ع ۾ قائم ڳوٺن کي اٿاريو ويو. ناٿا خان ڳوٺ ڊرگ روڊ ريلوي اسٽيشن لڳ نقشي ۾ هڪ پوچ وير گهر ۽ پوليس لائين ڏيکاريل آهن، جيڪي اڄ بہ موجود آهن. هڪ آبادي ڊرگ ڪالونيءَ نالي بہ آهي. هڪ انگريز فوجي آفيسر ڊرگ جي نالي پويان هن ديهہ ۽ رستي جو نالو ڊرگ روڊ رکيو ويو هو.

**ڊرگهہ بالا** (ديهہ): هي ضلعي دادوءَ جي تعلقي جوهيءَ جي هڪ ديهہ. جنهن ۾ راڄو گنڊو ۽ ڊرگهہ بالا ڳوٺ شامل آهن.

**ڊرگهہ بالا** (ماڳ): هيءَ تاريخي ماڳ اسلامي دؤر جو يادگار آهي. هتي ڪوهہ ۾ هڪ عيدگاهہ بہ واقع آهي، جن کي ميرن جي دؤر ۾ وڏي اهميت حاصل هئي. هي ماڳ تعلقي جوهي، ضلعي دادوءَ ۾ ڊرگهہ بالا ڳوٺ وٽ آهي، جتي هڪ قلعي جا قديم آثار موجود آهن. جنهن جي ٻاهران هڪ ويڪرو ۽ سهڻو کوهہ آهي، جيڪو پڻ قلعي جيترو ئي پراڻو معلوم ٿئي ٿو. هتي موجود کوهہ جي مٿان هڪ خوبصورت پڳ ٻڌل آهي. هتي موجود عيدگاهہ جو ڪشادو ميدان آهي، جنهن کي چوديواري ڏنل آهي. هن وقت قائم عيدگاهہ پراڻي عيدگاهہ جي هنڌ تي واقع آهي.

ڊرگهه بالا جا مقبرا

ڊرگهه بالا هڪ قديم ڳوٺ بہ آهي، ان جا ٻہ حصا پراڻي ڊرگهہ ۽ ٻي نئين ڊرگهہ سڏجن ٿا.

محققن جو خيال آهي تہ ڊرگهہ اصل ۾ ڊرنگ لفظ جو بگاڙ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي 'ڊرب' يا 'تنيڙو دڙو'.

انهن مان 'هيٺين ڊرگهہ' ۽ ٻئي حصي کي 'ڊرگهہ بالا' ڪري بہ ڪوٺين ٿا. "ڪاچو هڪ اڀياس" ۾ عزيز ڪنگراڻيءَ ڄاڻايو آهي تہ: "ٽالپرن جي ديري غازي خان کان چوٽي بالا مان هجرت بعد ڊرگهہ سندن پهريون سڪونت وارو هنڌ هو."

ڪلهوڙن جي زماني ۾ ڪي مير شهدادپور ۾ آباد ٿيا، ڪي وري جاگيرن ڏانهن هجرت ڪري ويا. جڏهن تہ مير ماڻڪ جو اولاد ترتيبوار مير الهيار خان، مير ٺارو خان، مير ڇٽو خان ۽ مير سائينداد خان هتي رهيا. هتي ڳاج سميت ڪوهن وسيلي آبپاشي ڪئي ويندي هئي، جنهن جا يادگار اڄا بہ موجود آهن. هي هنڌ ابتدا کان وٺي آبپاشي ۽ پوکي راهيءَ سميت ڍڳين جي پيدائش وغيره جي حوالي سان مشهور رهندو آيو آهي. قديم زماني ۾ هي هنڌ وڻج واپار جو بہ مرڪز رهيو آهي. هتي هڪ ڪوٽ بہ تعمير ٿيل آهي.

**ڊرگهہ بالا جا مقبرا:** ضلعي دادو تعلقي جوهيءَ کان لڳ ڀڳ 30 ڪلوميٽر اتر اولهہ طرف نئن گاج جي ڪنڌيءَ تي ڳوٺ ڊرگهہ بالا ويجهو ٽالپرن جي قبن جو هڪ شاندار ميڙاڪو آهي. هي قبرستان 50′ 67° اوڀر-اولهہ ڊگهائي ڦاڪ ۽ 50′ 25° اتر-ڏکڻ ويڪرائي ڦاڪ تي موجود آهي. ٽالپرن جي دؤر جي هنن قبن بابت تاريخ ۾ ڪي خاص تفصيل موجود نہ آهن. جيتوڻيڪ ڪجهہ مقبرا، جن مان خاص ڪري سڀ کان وڏو مقبرو ڪلهوڙن واري زماني جو ٺهيل لڳي ٿو ۽ قد قامت ۽ صورت ۾ بہ ميان يار محمد ڪلهوڙي جي مقبري جهڙو لڳي ٿو. هنن مقبرن جي خاص ڳالهہ انهن اندر ٺهيل چٽسالي آهي، جيڪا هاڻي خود مقبرن وانگر زبون حال ۽ پوين پساهن ۾ آهي.



هنن مقبرن بابت ڪجهہ مواد ملي ٿو، جن مان هڪ مضمون محمد بخش ٽالپر جي نالي سان ڇپيل آهي، پر اهو اصل ۾ مصطفيٰ ڪئينس جي عربي مضمون جو ترجمو آهي، جيڪو سنڌيءَ ۾ محمد صديق 'مسافر' ڪيو هو ۽ مير محمد بخش ٽالپر ان تي تشريحي نوٽ لکيا هئا. هي مضمون 'ٽِہ ماهي مهراڻ، جلد 22، نمبر 1 ۽ 2، سال 1973ع ۾ 'جوهيءَ ۾ ٽالپر اميرن جا مقبرا' جي عنوان هيٺ ڇپيو. ٻيو مضمون ڊاڪٽر ڪليم لاشاريءَ ۽ ڊاڪٽر عاصم ابراهيم جو آهي. تازو نئن گاج جي بدلايل وهڪري سبب هي مقبرا سڄيءَ طرح خطري ۾ اچي ويا آهن.

ڊرگهہ بالا لڳ هن قبرستان ۾ هن وقت 14 مقبرا بيٺل آهن، هتي قبرن جو بہ خاصو تعداد آهي، جيڪي ٿلهن تي ٺهيل آهن. هن وقت سمورن مقبرن ۽ قبرن جي حالت زبون آهي. هي ماڻڪاڻي ٽالپرن جون قبرون چيون وڃن ٿيون.



مير محمد بخش ٽالپر هن علائقي ۾ ٽالپرن جي موجودگيءَ بابت لکي ٿو تہ، "ٽالپرن جي ديري غازي خان جي چوٽي بالا مان هجرت بعد ڊرگهہ سندن پهرين سڪونت جي جاءِ هئي، مگر ڪلهوڙن جي دور ۾ مير شهداد خان ۽ مير علي خان ڪي شهدادپور ۽ ٻين آباد علائقن ۾ جاگيرون مليون، جيڪي اوڏانهن هجرت ڪري ويا، باقي مير ماڻڪ خان جو اولاد ۽ سندس چار فرزند ترتيبوار سالار جنگ مير الهيار خان، مير ٺارو خان، مير ڇُٽو فقير ۽ مير سائينداد خان ان جُوءِ ۾ رهيا. مير الهيار خان جي وفات 1729ع ۾ ٿي، يعني سندس مقبرو جلد ۾ جلد بہ 31-1730ع کان اڳ مڪمل نہ ٿيو هوندو. هي مقبرا سالار جنگ فقير مير الهيار خان، سندس ڀاءُ ڇٽي فقير ٽالپر، ٻين مير صاحبن ۽ سندس رفيقن ۽ متعلقين جا آهن (مير محمد بخش ٽالپر: صفحو 160).

سڀ کان وڏو مقبرو مير الهيار خان جو آهي، جيڪو چيروليءَ سان پلستر ٿيل آهي، جنهن جي ماپ (11x11 ميٽر) آهي، انهي جي طاقچن وارين ديوارن تي نباتات يا گلن ٻوٽن جي پينٽنگ ٿيل آهي ۽ ڪافي هنڌن تي انساني شبيهون، جانور، اٺ، گهوڙا، مال وغيره سان تصويري ڪهاڻيون موجود آهن، جن مان تڏهوڪي رهڻي ڪهڻيءَ جو اندازو ٿئي ٿو.

اها مصوري مغل ۽ راجپوت نقاشيءَ جو امتزاج آهي، جنهن ۾ عورتن جو لباس سنڌ ۽ بلوچستان جو روايتي گگهو نہ، پر عورتن کي هندي پڙو يا مغل زالن جو لباس ڏيکاريل آهي.

سنڌ جا مقبول رومانوي داستان خاص ڪري سهڻي ميهار، شتربان، شهسوار، اوطاق، باغ، مور، هنج، نانگ، مينهون، ميوا وغيره چٽيل آهن. مير الهيار جي مقبري ۾ بہ سهڻي ميهار جي تصوير آهي. مقبري جي اولهہ واري ديوار ۾ هڪ جنگي منظر ۾ هاٿي ۽ گهوڙا چٽيل آهن.

مير حاجي محمد بخش ٽالپر جي مضمون ۾ لکيل آهي تہ: اتر طرف هڪ مقبري جي ديوار تي هڪ واڳون هڪ ٻار کي ڇڪي رهيو آهي، جڏهن تہ هيوڏو ڇوڪرو ننڍي کي واڳونءَ کان ڇڏائڻ جي ڪوشش پيو ڪري.

ڪاڇي ۾ مقبرا عام طور تي ميان وال تحريڪ وارن جا هئا، جيڪي ڪنهن نہ ڪنهن نموني ڪلهوڙن سان تعلق ۾ هئا. يا وري ٽالپرن جا مقبرا آهن. انهن مقبرن مان خوبصورت قبن جو هڪ ميڙ ڊرگھہ بالا وارو آهي.

ڊاڪٽر ڪليم لاشاري ۽ ڊاڪٽر عاصم ابراهيم ڪاڇي ۾ مقبرن جي اڏاوت واري لاڙي جي ڏس ۾ دادوءَ ۾ مقبرن اندر چٽساليءَ تي هڪ مضمون (Mural Paintings in Dadu: Archaeological Journal 2001-2002) ۾ ان دور ڏانهن ڌيان ڇڪايو آهي، جڏهن دهليءَ جا حڪمران سنڌ جي اصل طاقت جي توازن جو ڪاٿو ڪري رهيا هئا تہ سنڌ ۾ سنڌن نمائندي طور ڪهڙي طاقت کي مقرر ڪري سگهجي ٿو جيڪا سنڌ جي اولهہ وارين سرحدن کان ايران ۽ افغانستان جي اڳراين کي روڪي سگهي، اهو ميان يار محمد ڪلهوڙي جو وقت هو.

ڊاڪٽر صاحبان جي خيال ۾ ان ئي دور ۾ ڪلهوڙن ۽ سنڌن اتحادين ابتدائي اڏاوتون ڪرڻيون ڪيون ۽ دادو ضلعي ۾ اڪثر مقبرا ڪلهوڙن کان گهڻو پوءِ هڪ تسلسل ۾ نهيا. انهن مقبرن جي اڏاوت جي اصل مقصد کي فقط ارڙهين ۽ اوڻيهين صديءَ جي قدرن کي نظر ۾ رکڻ سان سمجهي سگهبو. ڊاڪٽر صاحبان ڌيان ڇڪائن ٿا تہ آڳاٽيون عمارتون، جوڙجڪ ۾ ڪافي وڏيون آهن. شاهي اڏاوتن سان مشابهہ آهن. پوءِ وارين اڏاوتن ۾ اهڙي شاهاڻي دعويٰ ڪا نہ ٿي ڏسجي ۽ اهي ننڍيون اڏاوتون آهن. اهي شايد اوڻيهين صديءَ جي وچ ڌاري جون آهن.

ڪاڇي ۾ موجود مقبرن جي ڊگهي سلسلي ۾ غالباً سڀ کان آڳاٽا اهي ئي ڊرگھہ بالا وارا مقبرا آهن. ڊرگھہ جي مقبرن ۾ ٽيل گلڪاريءَ ۾ رنگن جو سهڻو امتزاج آهي. هڪ مقبري ۾ مغليہ انداز جي تصوير ۾ هڪ مرد تخت نشين آهي ۽ سامهون بہ عورتون ويٺيون آهن. ڪن ماڻهن انهن تصويرن جو شڪليون ڊاهي ڇڏيون آهن. انڪري ان ۾ موجود ڪهاڻي واضح نٿي ٿئي. هڪ مقبري ۾ ناريل جي وڻ تي ٻہ پولڙا نظر اچن ٿا، جن کي لنگوٽ ٻڌل آهي. هي تصويرون هندو ڏند ڪٿائن واري هنومان ۽ ان سان لاڳاپيل قصي جو حصو لڳن ٿيون. هن تصوير مان ائين ٿو لڳي تہ هن مقبري تي چٽسالي ڪندڙ آرٽسٽ هندو هو يا وري هندو ڏند ڪٿائن جي تصوير ڪشي ڪندو هو انهن ئي مقبرن ۾ مور، ڪبوترن جون جوڙيون، اولهہ واري ديوار ۾ مسجد جي تصوير ۽ وضوءَ جا ڪونڍا ناهيل آهن. 2010ع وارين ٻوڏن هن قبرستان کي ڪافي نقصان رسايو آهي. ڪيترائي مقبرا ڪري ۽ جهري پيا آهن.

**ڊرگھہ بالا جو ڪوٽ:** ڊرگھہ بالا ڳوٺ جي اولهہ پاسي، تعلقي جوهي، ضلعي دادوءَ ۾ ماڪاٽي ميرن جو ٺهرايل ڪوٽ اڄ بہ ڏٻرن حالت ۾ موجود آهي. چيو وڃي ٿو تہ هي ڪوٽ مير الهيار پنهنجي رهائش لاءِ ٺهرايو هو مير الهيار جي وفات (1729ع) کان پوءِ بہ ڪچي مٽيءَ جو جوڙيل هيءُ ڪوٽ ڪافي وقت تائين ٽالپر اميرن ۽ سپهہ سالارن جي رهائش لاءِ ڪتب ايندو رهيو.

هن ڪوٽ جي اولهہ ۾ ڪجهہ فاصلي تي ڪيرٿر جو حسين جابلو سلسلو آهي. ساڳئي وقت نئن گاج بہ هن جي ڀرسان وروڪڙ ڪندي گذري ٿي. خاص ڪري ساونڻيءَ ۾ ان جي موج مستي ڏسڻ وٽان آهي.

هن ڏري گهڻ چوڪور ڪوٽ جي اتر ڏکڻ واري پاسين 206 فوٽ ۽ اوڀر اولهہ واري پاسين 245 فوٽ آهي. هي ڪوٽ اندازاً اڍائي ايڪڙن ۾ ڦهليل آهي. ڪوٽ جي اندرين سطح/ فرش، ٻاهرين زميني سطح جي برابر آهي، جنهن مان لڳي ٿو تہ ڪوٽ هڪ هموار ميدان تي بيهاريو ويو هو.

هي ڪوٽ مير الهيار جي وفات کان پوءِ بہ گهڻو عرصو ٽالپرن جي هٿ هيٺ رهيو ۽ آخري وارث مير مريد علي خان هي ڪوٽ ڇڏي وڃي جوهيءَ ۾ رهيو ۽ اُتي ئي مري ويو هن کي جوهيءَ ۾ ئي دفن ڪيو ويو پوين مان مير بند علي ٽالپر ڪاڇي ۾ الهيار جو ڪوٽ، شاڻڻ وارو ڪوٽ، حجرو ۽ زمين جو ڪجهہ ٽڪرو مولوي سالار کي ساڍن ٽن هزارن ۾ وڪڻي ڏنو. تڏهن کان هي ڪوٽ ظفر الله ڏاهريءَ جي هٿ هيٺ آهي. مير الهيار جي ڪوٽ ۾ پرائمري اسڪول جا ڪلاس هلندا آهن. گورنمينٽ، ڪوٽ جي مالڪ کي هڪ سئو روپيا مهينو مسواڙ ڏيندي آهي. ڪوٽ ڏينهون ڏينهن ڍهندو پيو وڃي. برساتن دوران نئن جو پاڻي هن ڪوٽ جي مٽيءَ کي جهوري ۽ تباهہ ڪري رهيو آهي.

**ڪوٽ جون ديوارون:** ڪوٽ کي چوڦير ڪچي اوڏڪي ديوار جو ڪڙو چاڙهيل آهي. هن وقت بہ ڪوٽ جي ديوار 13.3 فوٽن جي موجود آهي، جيڪا هينان اڳ بنيادن وٽان 4 فوٽ ويڪري ۽ مٿي 2 فوٽ ٿلهي آهي، جڏهن تہ هاڻي ڪن هنڌن تي ديوار جي چوٽيءَ وٽ ويڪر 6 انچ وڃي بيٺي آهي.

ڪوٽ جي سڄي ديوار ۾ ڪٿي بہ دشمن سان منهن مقابل ٿيڻ لاءِ سوراخ يا مارا نظر نٿا اچن، جنهن مان لڳي ٿو تہ هي رهائشي ڪوٽ هو. ڪوٽ جو سارو دفاع ڪوٽ جي برجن حوالي ٿيل ٿو لڳي. ڪوٽ کي جاذب نظر بڻائڻ لاءِ ديوار ۾ ڪٿي بہ ڪنگريون وغيره نظر نٿيون اچن. ڪوٽ جون ديوارون ڪنهن آرائش کان پاڪ، مٿي چوٽيءَ وٽ ڏنگ ڪن ٿيون.

**ڪوٽ جا برج:** موجوده وقت ڪوٽ جا چار برج سلامت بيٺا آهن. سڀ برج ڊيگهہ، ويڪر ۽ ٿولهہ ۾ هڪ جيترا آهن. هر هڪ برج جو قطر 20 فوٽ ۽ چوڌاري ٻاهران گهيرو 54 فوٽ بيهي ٿو برجن جي ٻاهرين گولائي، حد درجي جي ڪاريگريءَ جو ڪمال آهي.

برجن ۾ ڪتب آندل ڪچيون سرون ٻاهران واضح نظر اچن ٿيون. البت برجن جو پيٽ پرڻ لاءِ ان ۾ مٽيءَ جو ڀراءُ ڪيو ويو هوندو.

سوين سال گذرڻ بعد برجن جي زمين جي سطح کان بلندي 13.3 فوٽ بيٺلي آهي. برج واضح طور ٻن حصن ۾ ورهايل نظر اچن ٿا. ان جو هيٺيون حصو وڏيڪ ٿلهو ۽ ٻاهر نڪتل آهي. ان حصي جي زمين کان اوچائي 5 فوٽ ٿيندي. ان هاڻيءَ جي پير وانگر تراڪڙي بنيادن مٿان ئي برج جو باقي بوتو بيهاريو ويو آهي. ان ڪري ٻاهران برج ظاهر ظهور ٻن طبقن ۾ ورهايل نظر اچي ٿو جيڪو مٿي پنڌ پوري ڪرڻ بعد وڏيڪ سوڙهو ٿي وڃي ٿو.

**دروازو:** ڪوٽ جو مکيه داخلي دروازو اوڀر پاسي کان آهي. ڪاٺ جو هي برجستو دروازو ٻن تاڪن ۾ ورهايل هو. موجوده وقت به ڪوٽ ۾ داخل ٿيڻ مهل ساڄي هٿ وارو تاڪ، مير الهيار ٽالپر واري دور جو آهي، جنهن تي چٽسالي (Caving) ٿيل آهي. البت کاٻو تاڪ بدلايو ويو آهي. دروازو کولڻ ۽ بند ڪرڻ لاءِ انجيسن بجاءِ هيٺ مٿي پٽرن جون اڪريون ٺهيل هيون، جنهن ۾ دروازو ڦرندو هو. هن ۾ لڳل ڪڙو به ان وقت جو آهي. ان ڪڙي جي ڊيگهه ٻه فوٽ آهي. ڪوٽ جي دروازي کان اندرئين پاسي ڏيڍي ڏني وئي آهي، جيئن ڪوٽ جي دروازي کي سڌي حملي کان محفوظ رکي سگهجي. اتر پاسي واري ڏيڍي ڏکڻ واري ڏيڍيءَ کان ٻه ٽي فوٽ ڊگهي آهي. اتر پاسي واري ڏيڍيءَ جي ماپ 8x3 فوٽ آهي ۽ ڏکڻ پاسي واري ڏيڍي 6x3 فوٽن جي آهي. اتر پاسي واري ڏيڍيءَ سان گڏ ٻن ڪمرن جا نشان آهن. ڪوٽ جي دروازي کي وچ ۾ لوهيون شيخون لڳل آهن، جن جا منهن ٻاهر تي نڪتل آهن ته جيئن دروازي کي وڏيڪ حملي کان محفوظ رکي سگهجي. دروازي مٿان هڪ خوبصورت ونگ ٺهيل هئي، جيڪا هاڻي ٽُٽي پئي آهي. اندران مٿي دروازي تي چڙهڻ لاءِ ڏاڪڻ به ٺهيل هئي. ڪوٽ اندر ڪي اڏاوتون به آهن، جيئن:

**ٿلهو:** ڪوٽ جي مرڪز ۾ هڪ چوڪور ٿلهو ٺهيل آهي، جنهن جي زمين کان بلندي 7 فوٽ آهي. ان ٿَلهي تي چڙهڻ لاءِ اوڀر پاسي کان مُک دروازي جي سامهون هڪ ننڍڙي ڏاڪڻ آهي. ڏاڪڻ جي ويڪر 8.6 فوٽ ۽ ڊيگهه 15.8 فوٽ آهي. هر هڪ ڏاڪي جي بلندي 17 فوٽ آهي. ڪوٽ جي مرڪز ۾ ئي ان ٿلهي تي هڪ پڪ سري عمارت جڙيل آهي، جيڪا اڄ به بهتر حالت ۾ آهي. چيو وڃي ٿو ته اها ڪافي بعد ۾ ٺاهي وئي آهي. ڪن جو خيال آهي ته اها عمارت مير الهيار خان جي ويهڻ جي جاءِ هئي. اهو مير جو تخت سمجهيو ويندو هو. هو ان هنڌ ويهي راڄ ڀاڳ جا فيصلا ڪندو هو. عام ماڻهن سان ان جاءِ تي ملندو هو. ان ٿلهي جي اتر پاسي هڪ قطار ۾ ٽي ڪمرا آهن. جن جي سامهون 10 فوٽ ويڪرو ورانڊو آهي. انهن ڪمرن ۾ ورانڊي جي سامهون ڪليل پڌر آهي.

**ڪمرا:** ٿلهي جي اتر اولهه ڪنڊ تي ٺهيل ڪمري جي ڊيگهه 17 فوٽ ۽ ويڪر 13 فوٽ آهي. هي ڪمرو ٻين ڪمرن کان ڪجهه قدر ڪشادو آهي. ان ڪمري جي اوڀر ۾ وچ تي ٻي ڪمري جي ڊيگهه 16 فوٽ ۽ ويڪر 13 فوٽ آهي. اوڀر ڪنڊ تي سڀ کان ننڍڙو ۽ آخري ڪمرو آهي، جنهن جي ڊيگهه 10 فوٽ ۽ ويڪر 13 فوٽ آهي. ان جاءِ تي مٿي ڇت تي چڙهڻ لاءِ ڏاڪڻ پڻ موجود آهي. موجوده وقت ان عمارت جا ڪمرا اسڪول طور ڪتب اچن ٿا.

**بورچي خانو:** ٿلهي کان هيٺ ڪوٽ جي اتر طرف واري ٻانهين سان پنجن ڪوٺين جا نشان ملن ٿا. جن جون ڇتيون ته ڊهي ويون آهن. باقي پتيون بچيون آهن. جيڪي ڪوٽ جي اندرين ٻين ڪوٺين کان بهتر حالت ۾ آهن. جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته اناج، بورچي خاني ۽ ٻين ڪمن لاءِ ٺاهيون ويون هيون.

**اصطبل:** انهن ڪوٺين سان گڏ گهوڙن بيهارڻ جي جاءِ به ٺهيل آهي. اها جاءِ 7 فوٽ ويڪري، 12 فوٽ ڊگهي ۽ 6 فوٽ مٿي ٺاهي وئي آهي. مير الهيار، پنهنجا گهوڙا اُتي ٻَڌندو هو. جڏهن ته هاڻي ان جاءِ جو هڪ پاسو ڊهي پيو آهي. ڪوٽ ۾ موجود بلڊنگ سان گڏ ڏکڻ طرف، هڪ ڪوٺي ٺهيل هئي، جنهن جا باقي نشان بچيا آهن. ان ڪوٺيءَ جو منهن اوڀر طرف هو. عمارت جي سامهون ڏکڻ طرف ٽي ڪوٺيون ٺهيل هيون، جن جون هاڻي صرف پتيون بچيل آهن. ڏکڻ واري پٽ سان گڏ هڪ ڪوٺيءَ جا نشان مليا آهن، جڏهن ته اها ڪوٺي بلڪل ڊهي پئي آهي. هاڻي صرف ڪوٺيءَ جي فرش جا نشان بچيا آهن. هن ڪوٺيءَ ۾ چيروليءَ جو فرش لڳل آهي ۽ وقت گذرڻ باوجود به هينئر ساڳي حالت ۾ آهي. ٻڌايو وڃي ٿو ته هتي راڳ ڳائيندڙ عورتون رهنديون هيون، جتي مير الهيار خان انهن کان راڳ ٻڌندو هو. اها ڪوٺي 23.3 فوٽ ڊگهي ۽ 14 فوٽ ويڪري آهي. ڪوٽ جي اولهه ۽ ڏکڻ واري برج سان گڏ ٺهيل آهي، جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته اتي پهريدار رهندا هئا.

**ڊرگهه ڍنڍ:** سنڌ جي قديم ڍنڍن ۾ شمار ٿيندڙ هيءَ ڍنڍ ضلعي قمبر شهدادڪوٽ جي شهر قنبر کان 10 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي ڳوٺ ڪاهي مينهون ۽ ڊرگهه ٽاڻي جي اولهه ۾ واقع آهي. هيءَ ڍنڍ نه صرف پاڪستان، پر سڄيءَ دنيا ۾ مشهور آهي. هن ڍنڍ تي ملڪ جي سربراهن سميت ڪيترا پرڏيهي بادشاهه، وائسراءِ، صدر، وزيراعظم ۽ سفير شڪار ڪندا رهيا آهن. ڪنهن زماني ۾ هيءَ ڍنڍ سنڌو درياهه جي ساڄي ٻانهن ليکي ويندي هئي.



ٻوڏ جي موسم ۾ درياهه جو پاڻي هن ڍنڍ ۾ داخل ٿيندو آهي. درياهه هن ڍنڍ کان 50 ڪلوميٽر پري وهي ٿو. 1960ع ۾ هتي شڪارگاهه ٺهيو. 1972ع ۾ هن کي ’سنڌ وائلڊ لائيف پروٽيڪشن‘ آرڊيننس جي سيڪشن 14 تحت ’وائلڊ لائيف سنيڇري‘ ڪيو ويو. 23 جولاءِ 1976ع تي هن ڍنڍ کي ٻاهرين علائقن مان پکين جي آمد ڪري عالمي معاهدي ’رامسر ڪنوينشن‘ تحت ’پکين جي محفوظ ماڳ‘ جو درجو ڏنو ويو. پرپوءِ به شاهي شڪارگاهه رهيو. هتي انڊس فلاءِ وي جي رستي سان سيپٽمبر جي آخر ۾ پکين جي آمد ٿيندي آهي ۽ بهار جي موسم ۾ پکي پنهنجي وطن ورندا آهن. پرڏيهي پکين ۾ چيڪلو، نيرڳي، ڊگوش، ميري جهالائي، آڙي، ٻهاڙ، ڏونري، ڳهٽو، لنگهو، ڪَرڙو، ٿورانڌو وغيره شامل آهن. 1973ع ۾ ذوالفقار علي ڀُٽي هتي خوبصورت ريسٽ هائوس ٺهرايو. جنهن جي اڱڻ لاءِ پئرس مان ڇڀر گهرائي پوکي وئي، جيڪا هينئر بي ڌيانيءَ سبب ختم ٿي وئي آهي. هن ريسٽ

هائوس ۾ وزيٽرن لاءِ وزيٽر بڪ رکيل هو جنهن ۾ ناليوارا ڏيهي ۽ پرڏيهي شڪاري ۽ سياح پنهنجا تاثراتي نوٽ لکندا هئا. ويجهڙ ۾ اهو بڪ به گم ٿي ويو آهي. هن بنگلي تي سرڪار طرفان چوڪيدار ۽ ملازم به رکيل آهن.

هن ڍنڍ ۾ لَين جا وڻ پَن، ڏيرءِ هيو سائو گاهه به جام ملي ٿو. مڇيءَ سان گڏوگڏ لوڙهه، ڪُمر، ڪوڙيون، ڱرگليون، پيڻ ۽ بهه به سنا ٿيندا آهن. هتي رضا شاهه پهلوي، حافظ الاسد، ڪرنل قذافي، ياسر عرفات، برطانيا جي راڻي ايلزبيٿ، ڊيوڪ آف ايڊنبرگ وغيره سميت ڏيهي سربراهه به شڪار ڪري ويا آهن. هن ڍنڍ ڪي نور واهه، ڪلر، ڪُور ۽ قنوهل جي شاخن مان پاڻي ملي ٿو. مقامي روايت آهي ته هيءَ ڍنڍ انگريزن کان به آڳاٽي آهي. انگريزن جي دؤر ۾ هن ڍنڍ جي رکوالي شيخ نور محمد خان ڪي ملي. انگريز هتي پکين جو شڪار ڪرڻ ايندا هئا، پاڪستان قائم ٿيڻ کان پوءِ صدر ايوب خان به اڪثر ڪري هن ڍنڍ تي ايندو هو.

1970ع ۾ ذوالفقار علي ڀٽي هن ڍنڍ کي قومي ملڪيت ۾ ورتو. ڍنڍ جي ايراضي 164 هيڪٽر ۽ ڊيگهه 3 ڪلوميٽر، ويڪر 2 ڪلوميٽر، پاڻيءَ جي گهرائي 10 ميٽر آهي. هن وقت هيءَ ڍنڍ سرڪار جي عدم توجهه سبب ڏينهون ڏينهن پنهنجي اڳوڻي خوبصورتي وڃائيندي رهي ٿي. ڍنڍ جي وڏي حصي ۾ پاڻي گهٽجي ويو آهي. ڪافي حصو قبضو ٿي زرعي زمين ۾ اچي ويو آهي، جنهنڪري ٻاهران ايندڙ مهمان پکين جي خوراڪ ۽ قدرتي ماحول تباهه ٿي ويو آهي. هن وقت هيءَ ڍنڍ شيخ نور محمد خان جي پونئيرن جي سنڀال ۾ آهي.

هن ڍنڍ ۾ پاڻي نه هئڻ سبب آبي جيوت سميت ماحولياتي لحاظ کان علائقي تي به بُرا اثر پيا آهن. هيءَ ڍنڍ موجوده وقت ۾ سرڪاري تحويل ۾ آهي ۽ ڍنڍ کي سرڪاري شڪار گاهه جو درجو حاصل آهي.

**ڊرنگ چاچڙ** (ديهه): تعلقي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ننڍو نجابت، ملتري، ملوڪ خان، عزت خان چاچڙ، ساوڻ خان پناڻ، ٻيلو ترت، ڪبير خان رند، عبدالله چاچڙ، شير خان ۽ اسلام پور.

**ڊرينهه/ڊرڻ**: اڇڙي ٿرجي ڊرينهه وارو حصو، خوبصورت، عجيب ۽ غريب طلسماتي ڏيک ڏيندڙ آهي. هي اڇڙي ٿر ۾ سفيد واريءَ جي پٽن جي



شڪل ۾ هڪ اپريل سفيد ۽ اچين پٽن جي قطار آهي، جنهن کي مقامي لوڪ ڊرئين/ ڊرينهه/ ڊرڻ ڪري سڏن. ڊرينهه جو هي سلسلو چولستان کان شروع ٿي، کپري تعلقي جي راڻي هوتڙ کان ڏکڻ پاسي کان گذرندو، عمرڪوٽ ضلعي جي حدن اندر باقي ٿرسان وڃي ملي ٿو. ڊرينهه ڪٿي هندستان جي سرحد ۾ به داخل ٿي وڃي ٿي. هن جي ويڪر مختلف هنڌن تي پنجن ڪلوميٽرن تائين به وڃي پهچي ٿي. هيءَ اوچائيءَ ۾ ٽن سؤ فوٽن تائين آهي.



جون ٿا ته قديم زماني ۾ سرسوتي نديءَ جو وهڪرو گذرندو هو. پر پوءِ اهو پنهنجو وهڪرو وساري ويو جنهن بعد سرسوتيءَ جي ان پيٽ، اڇي واريءَ جي دڙن، ڊرينهه جو روپ اختيار ڪيو. ڊرينهه جي واري سنهي ۽ ڏاٿيدار آهي. ان ۾ Silt ۽ Clay جو تعداد تمام گهٽ آهي. ان ڪري سولائيءَ سان هوا جي ڪري اڏي ٻئي هنڌ وڃي ساڳيءَ ريت پٽ ناهي ٿي. پهريائين پٽ، ڏکڻ طرف هوندي. جي ڏاکڻي هوا شروع ٿيندي ته ڪجهه ڏينهن ۾ اها پٽ ڏکڻ مان پٽجي، اتر طرف نئين پٽ (ڊرينهه) ٺهي پوندي. سردين جي مند ۾ وري اتر جون ٿڌيون تيز هوائون شروع ٿينديون ته ساڳيون پٽون اتر کان ويڙهجڻ شروع ٿينديون ۽ سندس پرسان ڏاکڻي پاسي نيون پٽون نروار ٿي وينديون.

ڊرينهن واري علائقي ۾ رات جي وقت جڏهن تيز هوا لڳي ٿي ته ڊرينهه مان، هڪ عجيب آواز چوڦير گونجي ٿو جيڪو واريءَ کي پنهنجي طاقت جي زور سان گهلڻ شروع ڪندو آهي. واريءَ جي ان وهڪري ۾ وهڻ ڪري اهڙا پراسرار گهوگهٽ ٿين ٿا، جيئن درياهه جي پاڻيءَ ۾ ڦيريدار ڪُن ٿيندا آهن. جيئنڪن جي پاسن کان پاڻي گول دائري ۾ لاٽونءَ وانگر گهمندو آهي، وچ ۾ اونهائي ۽ خال هوندو آهي. تيئن هن ڊرينهه ۾ به ڪُن ٿيندا آهن، جيڪي پاڻيءَ وانگر گول ڦرندا ته نه آهن، پر هڪ هنڌ بيٺل نظر ايندا آهن. جيڪي هوا گهلڻ ڪري، گهڻو ڪري گول يا بيضوي شڪل ته ڪڏهن ٻي ڪا شڪل اختيار ڪندا آهن. انهيءَ مهل ڪن پٽن جي ڪُن مٿان، هوا ۾ واري هلڪي دونهين وانگر ٻاهر نڪرندي نظر ايندي آهي. هڪ خيال اهو آهي ته ڊرينهه جي واري سفيد هئڻ ڪري ئي هن علائقي تي 'اڇڙو ٿر' نالو پيو آهي. ڊرينهه جي پٽ تي سڌو سنئون چڙهڻ تمام مشڪل آهي. سڌو مٿي چڙهڻ سان ٽنگون گوڏن تائين نرم واريءَ ۾ لهي وڃن ٿيون.



Soorih Mirani

واريءَ مان پيرن کي ڇڏائي هلڻ تمام ڏکيو عمل آهي. ان صورتحال ۾ انسان ته پري رهيو، پراڻ يا ڪو ٻيو جانور به متي پهچي نه سگهندو. ان ڪري اڪثر سولائيءَ واري پاسي کان ۽ پاسيرو ٿي متي چڙهڻ جي ڪوشش ڪبي آهي. ڊرينهه جي پاڙ مان ڪجهه واري پري ڪبي ته اها يٽ مٿان چوٽيءَ ڪان پاڙ تائين پاڻيءَ وانگر وهڻ شروع ڪندي.

ڊرينهه يا اڄڙي ٽرجون اڪثر ڊنڊون ڪاريون ٿين ٿيون، پر ٻاهران سم جو مٺو پاڻي انهن ڊنڊن ۾ پوڻ ڪري ڪن ڊنڊن جو پاڻي انسانن جي استعمال لائق بڻجي وڃي ٿو، پر هونئن به ڊرينهه جي آسپاس سدائين پاڻيءَ جي موجودگيءَ جي ڪري اتي انساني آبادي گهٽي آهي. هن علائقي ۾ پاڻيءَ تس، تڙ ۽ نلڪن ذريعي ملي ٿو. جيڪڏهن ڪافي عرصي تائين مينهن هن پاسي منهن نه ڪري، پوءِ به پاڻي ڊرينهه جي انهن پاسراٽين ۾ موجود هوندو آهي، ان پوسريل جوءِ ۾ هميشه وڏي وٽڪار رهي ٿي. هونئن به ڊرينهه پرسان پيدا ٿيندڙ ڪانهن، سريا ڪل (گاهه جو قسم) جي پاسي ۾ هٽ سان فوٽ ڪن واري هٽائي، ڪڏو ڪبو ته ٿوري دير ۾ اهو ڪڏو پاڻيءَ سان ڀرجي ويندو. اهو پاڻي منو ۽ پيئڻ لائق هوندو. مقامي لوڪ ان کي ’تس‘ يا ’اوڪاري‘ چون. ان ڪانسوءِ ڊرينهه يا اڄڙي ٽرجي پاسي، پيدا ٿيندڙ ٻوٽي هڪ گاهه جي شڪل ۾ ڇٻر وانگر زمين تي پکڙيل هوندي آهي. انهيءَ گاهه جي ويجهو ڪوٽاڙي سان منو پاڻي نڪرندو. انهيءَ ٻوٽي جي پاڙن ۾ ڪا اهڙي خاصيت آهي، جيڪو ٻاڙي پاڻي کي به منو بڻائي ٿو. ان ٻوٽي جو مقامي نالو ’ڪيهوري‘ آهي.

**ڊزن ڊايالاگ** (ڪتاب): هي ڪتاب نامور اديب ۽ تعليمدان محمد اسماعيل




عرساڻيءَ جي، پرائمري ڪتابن جي سبقن کي گفتگو جي صورت ۾ لکيل ڊايالاگن جو ڪتاب آهي، جيڪو پرائمري اسڪولن جي ٻارن لاءِ نهايت دلچسپ آهي. هن ڪتاب جا چار ڇاپا ڇپجي چڪا آهن. آخري ڇاپو 1966ع ۾ آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس حيدرآباد ڇپائي پڌرو ڪيو. 112 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 1.25 روپيا آهي.

**ڊزني لينڊ** (Disney Land): هيءَ دنيا جي وڏي ۾ وڏي تفريح گاهه، آمريڪي رياست ڪيليفورنيا ۾ آهي، جنهن کي والٽ ڊزنيءَ تعمير ڪرايو. هي تفريح گاهه 17 جنوري 1955ع تي جڙي راس ٿيو ۽ بعد ۾ عوام جي سير ۽ تفريح لاءِ کوليو ويو. هن قسم جون تفريح گاهون بعد ۾ فلوريڊا رياست، جپان ۽ يورپ ۾ به تعمير ٿيون، پر هن پارڪ جي حيثيت ۽ اهميت برقرار رهي. هن پارڪ ۾ خاندانن جي سهولت لاءِ بيبي ڪيئر سينٽر، ڪُتن لاءِ ڪينل ۽ ريسٽ روم موجود آهن. ڊزني لينڊ ۾ گهمڻ لاءِ گهربل ٽڪيٽ کي پاسپورٽ سڏيندا آهن. ٻن ۽ ٽن ڏينهن لاءِ گهربل پاسپورٽ ۽ سٺ سالن کان وڏي عمر وارن ماڻهن لاءِ اگهن ۾ ڇوٽ ڏني وئي آهي. هن پارڪ ۾ عجائبات جو تعداد تمام وڏو آهي. هي پارڪ ستن مکيه ڀاڱن ۾ ورهايل آهي. ڊزني لينڊ ريلوي ۾ ڏيڍ ميل چڪر ڏياريو ويندو آهي، جيڪا سمورن ستن ڀاڱن جو نظارو ڏيکاري ٿي. پارڪ جي هر ڀاڱي ۾ ڪيترائي موسيقار، بازيگر موجود هوندا آهن. ڪافي ريسٽورينٽ به آهن، جتي هر قسم جو کاڌو موجود هوندو آهي. هن پارڪ ۾ سير جي شروعات يو. ايس. اي نالي مکيه اسٽريٽ کان ٿئي ٿي. هن پارڪ جي ٻهرئين ڀاڱي کي ’ايڊوينچر لينڊ‘ سڏيندا آهن. هن ڀاڱي ۾ پاڻيءَ جا ڪيترا واهه ۽ تلاءَ آهن، جن ۾ تراڪڙين ٻيڙين ۾ هٽرادو نموني ايشيا، آفريڪا ۽ ڏکڻ آمريڪا جي مختلف تفريح گاهن جا نظارا ڪرايا ويندا آهن. پارڪ جي ٻئي ڀاڱي کي ڪرئيٽر ڪنٽري




سڏيندا آهن. هن ڀاڱي ۾ اتر اولهه جي جهنگن جي طرز تي گهاٽا جهنگل ڏسڻ ۾ اچن ٿا. انهن جي وچ ۾ ننڍڙا واهڙ به موجود آهن. هتي جهنگلن ۾ رڇ ۽ ٻين جانورن کي ڪرتب ڪندي ڏيکاريو وڃي ٿو. هن جهنگل ۾ وهندڙ واهڙن ۾ وڻن جي ٽڙن مان ٺهيل ننڍيون ٻيڙيون ترندڙ آهن، جن تي چڙهي ماڻهو هن ڀاڱي جو سير ڪري سگهي ٿو. پارڪ جي ٽئين ڀاڱي کي ’فينٽاسي لينڊ‘ سڏيندا آهن. هن ڀاڱي ۾ ڊزني اسٽوڊيو ۾ ٺهيل فلمون ڏيکاريون وڃن ٿيون، جن ۾ اوڻهين صديءَ دوران انگلنڊ جي سماجي صورتحال هڪ مخصوص انداز ۾ پيش ڪيل آهي. جهڙوڪ: ميڊ هيٽر واري چانهه پارٽي، مسٽر ٽوڊ واري جهنگلي سواري، بيوسٽيءَ وارو ڪيل وغيره. تنهن کان سواءِ وائيٽ نڪل ٽرپ مزيدار راند آهي، جنهن ۾ هڪ ننڍڙي گاڏيءَ ۾ ماڻهو سوار آهن. هتي هڪڙي ٽرين ۾ هڪڙو سرڪس گهمايو وڃي ٿو. جنهن ۾ ٽن سوئرن جا ڪرتب ڏيکاريندا آهن ۽ ٻيون به ڪيتريون مزيدار شيون ڏيکارين ٿا. پارڪ جي چوٿين ڀاڱي کي فرنٽيئر لينڊ سڏين ٿا. هن ڀاڱي ۾ قديم مغربي دنيا کي مخصوص انداز ۾ پيش ڪيو ويو آهي. هتي آمريڪي ندي ميسيسيپي جو نقل ٺاهي منجهس مارڪ ٽوئن ۽ ڪولمبيا نالي جهازن جو سفر ڏيکارين ٿا. ماڻهو انهن جهازن تي چڙهي ۽ گهمي سگهن ٿا. مين اسٽريٽ يو. ايس. اي نالي واري ڀاڱي ۾ اوڻهين صديءَ واري آمريڪي صورتحال ڏيکاري وئي آهي. هتي فقط ٽانگا ۽ بگيون هلايون وڃن ٿيون. هتي سينيما اوپيرا هائوس ۽ ٻارن جي رانديڪن ۽ کائڻ پيئڻ جي شين جا دڪان به آهن. اوپيرا هائوس ۾ هڪ شو ڏيکارين ٿا، جنهن جو نالو ’مسٽر لنڪن سان گڏ گذاريل عظيم لمحا‘ آهي. انهيءَ ۾ آمريڪي صدر ابراهام لنڪن آمريڪي تاريخ تي ليڪچر ڏيندو آهي. هتي جنن ڀوتن جو آستان به ڏيکاريو وڃي ٿو. پارڪ جي ستين ڀاڱي جو نالو



Soorih Mirani

'ٽومارو لينڊ' آهي. هن ڀاڱي ۾ سائنسي ڪرتب ۽ ڪرشما ڏيکاريا وڃن ٿا. هتي خلائي سفر، سيارن جو سير ۽ سمنڊ اندر آبدوزن وسيلي سفر جون فلمون ۽ جهلڪيون ڏيکارين ٿا. سج لهڻ کان پوءِ هتي رنگ برنگي دلڪش ڏيک نظر ايندو آهي. هتي تمام گهڻا ماڻهو تفريح لاءِ ايندا آهن.

**ڏسمبر** (December): يورپي ڪيلنڊر جو آخري مهينو آهي. هن ۾ زمين پنهنجي مدار ۾ پنهنجو چڪر پورو ڪرڻ واري هوندي آهي. 22 ڏسمبر تي سج بلڪل خطِ جديءَ تي چمڪندو رهندو آهي. ڏکڻ جي اڌ ٽڪر ۾ وڏي ۾ وڏو ڏينهن هوندو آهي. اڌ ٽڪر ۾ سج ڏکڻ طرف جهڪيل هوندو آهي. ڏکڻ واري حصي ۾ روشنيءَ جو دائرو وڏي ۾ وڏو هوندو آهي ۽ اڌ ٽڪر اتر ۾ رات وڏي ۾ وڏي هوندي آهي. اتر جو اڌ حصو ٿورو گهڻو روشنيءَ ۾ هوندو آهي. جا هتي موسم ٿڌي هوندي آهي ۽ ڏکڻ جي اڌ طرف موسم انتهائي گرم هوندي آهي. هن ۾ ڪل ايڪٽيهه ڏينهن هوندا آهن.

**ڏَڪ**: ڪاري جا مَلاح وڏي مڇي مارڻ لاءِ جيڪو رَڇ ڪم آڻيندا آهن، اُن کي ڏڪ چوندا آهن. ڏڪ ڏيگهه ۾ ويهه، ٻاويهه فوٽ ٿئي ٿو هيءَ رَڇ ناتارين ذريعي اڇلبو آهي.

**ڏڪ بل**: ڏڪ بل (Duck Bull) اهڙو جانور آهي، جيڪو آنا به ڏيندو آهي ۽ پنهنجن ٻچن کي کير به پياريندو آهي.

**ڏڪيجا** (ذات): سميجا ذات جي هڪ قبيلي جو نالو هن قبيلي وارا اتر سنڌ، لاڙ، بدين ۽ ٺٽي ضلعي ۾ رهن ٿا.

**ڏڪاٽي** (ماڳ): هي قديم وقت ۾ جوڙيل گبر بندن جو مقام آهي، جيڪي اوائلي ماڻهن برسات ۽ نئين جي پاڻيءَ کي روڪڻ لاءِ ٺاهيا ويا هئا. هي بند تاريخ کان اڳ واري دؤر جا آهن. هنن بندن جي جاءِ وقوع ڪرچات ماٿريءَ جو وچ وارو هنڌ، تعلقي ٿاڻي بولاخان ۽ ضلعي جامشوري ۾ آهي. هي ماڳ جاگرافيائي طور 25°43`20`` ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 67°39`60`` ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي موجود آهن. هن قسم جا گبر بند هتي آسپاس جي هنڌن تي وڏي تعداد ۾ ملن ٿا، جن سان نئن ۽ برسات جي پاڻيءَ کي روڪي زراعت ڪرڻ سميت ٻين مقصدن لاءِ پڻ ڪتب آندو ويندو هو هي اهڙي قسم جا گبر بند آهن، جن کي اڄ به ساڳين مقصدن لاءِ ڪتب آڻي سگهجي ٿو هنن بندن جو ذڪر سنڌ جي قديم آثارن جي ڊائريڪٽري ۾ ڪيو ويو آهي. هي گبربند اوائلي انسانن جي تعمير ڪيل اهم تعميرات ۾ شمار ٿين ٿا. گبربند سن شهر کان مٿي جبلن ۾ موجود آهن.

**ڏُڪنڊ** (ديهه): تعلقي ٽنڊي آدم، ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

فضل علي فقير الهه رکيو هنگورو، جاني هگورو، قادر بخش مڪراڻي.

**ڏکڻ** [1] (ذات): هي سومرا ذات مان آهن، جيڪي واڍڪي ڪرت جي ڪري ڏکڻ سڏيا ويندا آهن. سنسڪرت ۾ هن ڪرت وارن کي 'تکشن' سڏين ٿا، جنهن جي معنيٰ آهي واڍو. هن ڪرت وارن کي عرب ملڪن ۾ النجار سڏين ٿا.

**ڏکڻ** [2] (ديهه): تعلقي ٺل، ضلعي جيڪب آباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

گهنر ڀهوڙ، مينهون بنگلاڻي، عبدالعزيز بنگلاڻي ۽ وڪيل بنگلاڻي.

**ڏکڻ** [3] (ديهه): ضلعي قمبر شهداد ڪوٽ جي تعلقي شهداد ڪوٽ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڪريم آباد جلباڻي، بهارو گرگيج، شاهه بيگ ڏکڻ، نظر محمد بليدي، غوث پور، الهڏنو جلباڻي، لشڪر سنائي.

**ڏکڻ** [4] (ديهه): تعلقي ۽ ضلعي شڪارپور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

الاهي بخش سومرو، روهلا خان سومرو، غلام ياسين/ امير بخش بروهي، حمزو خان سومرو، شيخ فارم، علي خان ش، مير محمد، ڏنو خان جعفري، حاجي سيدورو جعفري ۽ ڪلهوڙا (ميهريون).

**ڏکڻ** [5] (شهر): هيءَ سنڌ جو قديم شهر آهي، جيڪو ضلعي شڪارپور، تعلقي ڳڙهي ياسين جو يوسي هيڊ ڪوارٽر آهي. هيءُ شهر 22°49`00`` ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 68°24`00`` ڊگريون اوڀر ويڪرائي ڦاڪ تي موجود آهي. تاريخي ماڳ بوهي قبا ۽ ٿرڙيءَ جو ڏڙو پڻ هن شهر ۾ آهن. هيءُ شهر هڪ نامور زميندار عبدالرحيم خان ڏکڻ ڪلهوڙا دور ۾ 1789ع ڌاري سرڪار کان ڏهن هزارن ۾ خريد ڪري پنهنجي نالي پويان آباد ڪيو. عام روايتن موجب هن شهر جو بنياد ايجا اڳ جو آهي، ڇاڪاڻ ته ڏکڻ شهر جي ڪجهه مفاصلي تي موجود هڪ تاريخي ماڳ بوهيءَ جا قبا ٺهيمن جي سردارن متان 1781ع ۾ سندن گهروارن ٺهرايا هئا، جيڪي ٽي قبا هڪ صاحب خان ٺهيم جو ٻيو دلاور خان ٺهيم جو ۽ ٽيون جلال خان ٺهيم جو مقبرو آهي، جڏهن ته چوٿون ننڍو مقبرو جعفر شاهه جو آهي، جنهن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته هن شهر تي ڪلهوڙن جي حڪومتي دور ۾ به تاريخي حيثيت حاصل هئي. هيءُ شهر واڍڪي ڌنڌي سبب ڏيهان ڏيهه مشهور هو. هن شهر جو ذڪر ڪندي نامور محقق 'پير علي محمد راشدي' پنهنجي ڪتاب 'اهي ڏينهن اهي شينهن' ۾ لکي ٿو ته: "ڳڙهي ياسين تعلقي جا ڏکڻ، ذات جا ڏکڻ هئا، پر ذات وڳهي نه پاڻ کي، پر ڏکڻ اکر کي به باعث عزت ٻڌائي ڇڏيائون. رتيديري کان ڳڙهي ياسين ويندي رستي تي به شهر اچن ٿا. بدو ۽ عبدالرحيم ڏکڻ جو ڳوٺ. اهي ٻئي ڳوٺ مردم خيز ثابت ٿيا."

هن شهر ۾ جنديءَ جو ڪم، گهرن جو فرنيچر، دروازا، دريون، اکر وغيره جو ڪم ٿيندو هو، جيڪو ڏيهان ڏيهه مشهور هو. هتان جا ڏکڻ پنهنجي مهارت ۾ ايترو ته مشهور ٿيا، جو ڏيهان ڏيهه سندن ناموسي ۽ ناماچاري هلندي هئي ۽ گهر ۾ ڪتب ايندڙ در، دريون ۽ ٻيو سامان هن شهر مان گهرايو ويندو هو هيءُ شهر هاڻ پنهنجو ماضيءَ وارو اهو اوج وڃائي ويٺو آهي. هن وقت هن شهر ۾ ڏکاڻڪو ڪم نالي ماتر وڃي بچيو آهي. هن شهر ۾ هاڻي واپار/ صنعت جو ذريعو 'سيلر' وغيره آهن. هن شهر جا جانور ايڪسپورٽ ٿي پنجاب توڙي ملڪ کان ٻاهر تائين وڃن ٿا. هن شهر ۾ ڪيترين ئي پنهنجي وقت جون نامور شخصيتون ٿي گذريون آهن، جن ۾ وڏيرو عبدالرحيم خان ڏکڻ، محمد عثمان عيساڻي، غلام مصطفيٰ عيساڻي (ڊپٽي ڪليڪٽر)، غلام صديق خان (ڊپٽي ڪليڪٽر)، خانبهادر شاهنواز خان ڏکڻ، غلام قادر ڏکڻ، محمد پناهه ڏکڻ قابل ذڪر آهن، جن جو ذڪر نامور محقق پير علي محمد راشدي پنهنجي ڪتاب 'اهي ڏينهن اهي شينهن' جي ٻهرين جلد ۾ پڻ ڪيو آهي.

ڏکڻ يوسي ۾ ڪيترائي ڳوٺ آهن، جن ۾ ٻبلو علي خان، واصل، ٽرڙي، جوابپور چانڊيو دڙو چانڊيو ايوب خان چانڊيو تنيا ڳوٺ، ڪٽي ڳوٺ، خان ڪلهوڙو هوتاڻي، لاشارين جو ڳوٺ، ڇتو منگي، لونگاڻي، پير چندام، ابن اوڍو، ڏاريجا ڳوٺ، وڳڻ ڳوٺ وغيره قابلِ ذڪر آهن. هن شهر جي حد ۾ ٽرڙي جو دڙو ٻوهيءَ جا قبا، شهيد پير چندام جو مقبرو حاجن شاهه جو مقبرو، ملوڪ شاهه پير قابلِ ذڪر آهن. ڏکڻ شهر جي نامور شخصيتن ۾ نامور محقق دين محمد وفائي، جيد عالم مولوي عبدالله چانڊيو، سرڪش سنڌي، زخمي چانڊيو مولوي عبدالحميد چانڊيو سبحان شاهه، نادر خان ڏکڻ، اشرف پير چندامي، امتياز علي سولنگي، مشتاق بخاري رتل فقير، خالد چانڊيو، نامور صوفي راڳي امام الدين ڏکڻ، لياقت معرفاڻي قابلِ ذڪر آهن. هن شهر جي سرگرم تنظيمن ۾ سنڌي ادبي سنگت، بزم نثار، بزمِ سنگت، شهري اتحاد، سچوا، گستا ۽ ٻيون ڪيترين ئي سياسي توڙي مذهبي تنظيمون قابلِ ذڪر آهن. ڏکڻ شهر مان 'هبڪار' ۽ 'نئون چنڊ' نالي ٻه رسالا ڪيترو وقت جاري رهيا، جن جو ايڊيٽر مشتاق بخاري هو ان کانسواءِ 'زخمي پبليڪيشن' ڏکڻ ۽ 'آجيان پبليڪيشن' ڏکڻ قابلِ ذڪر آهن. هن شهر ۾ ڏکڻ، سومرا، سولنگي، سيد، ابڙا، ميمڻ، لاشاري، ڏاهاٽي، چانڊيا، ڪٽي، ڪنير، منگي ۽ ٻين ذاتين جا قبيلا رهن ٿا. هيءُ شهر هاڻ قبيلائي نظام جي ڪري پنهنجو اوج وڃائي چڪو آهي.

**ڏگامبر (فرقو):** جين ڌرم جا ٻه وڏا فرقا، سويتامبر ۽ ڏگامبر آهن. ڏگامبر سنسڪرت ٻوليءَ مان اخذ ڪيل لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ 'اگهاڙپ' آهي. هن فرقي سان لاڳاپيل ماڻهو دنياوي سهوليتن جهڙوڪ: ڪپڙا پائڻ، ٽي وقت ماني کائڻ، هار سينگار ڪرڻ، گهر جوڙڻ وغيره کي معيوب سمجهندا آهن. جين ڌرم جي هن فرقي ۾ جبر ۽ ڏاڍ جي سخت ممانعت ٿيل آهي.

'ڏگامبرا' جي ماخذن موجب جين ڌرم جي هن فرقي جو بنياد چوٿين صدي ق. م ۾ گنگا ندي يا اجين (Ujjain) رستي هندستان جي ڏاکڻين طرف (ڪرناٽڪ رياست ڏانهن) هجرت ڪرڻ جي ڪري پيو هن لڏپلاڻ جو مکيه ڪارڻ چندر گپت موريا جي راڄ ۾ پيل سخت ڏڪار هو.

سنڌن هڪ اڳواڻ 'ڀدراب' (Bhadrabahu) هو. مهاوير جي اصولن جو پرچار ڪندي سنياسين کي لباس نه اوڍڻ، غذا گهٽ کائڻ ۽ دنياوي آسائشن کان پري رهڻ جي تاڪيد ڪندو رهيو ان جي ابتڙ اتر ۾ رهجي ويل سنياسين کي اڇي ڪپڙي اوڍڻ جي اجازت ڏني وئي. اهڙي ريت جين ڌرم جي هنن ٻنهي فرقن سويتامبر ۽ ڏگامبر ۾ ڪي معمولي تبديليون ايندڙيون رهيون، جيڪي اڄ تي هلي جين ڌرم جي ٻن وڏن فرقن ٺهڻ جو ڪارڻ بڻيون. ڏگامبر فرقي جا خاص نقطا ڪپڙا نه پائڻ ۽ کاڌو نه کائڻ آهي. سنڌن خيال موجب ته اصل راهب کي جيئڻ لاءِ لباس ۽ خوراڪ جي ضرورت ناهي هوندي. ان کان سواءِ هن فرقي جي ماڻهن جو خيال آهي ته ڪا به عورت ان وقت تائين روحاني آزادي (مڪتي) حاصل نٿي ڪري سگهي، جيستائين هوءَ مرد جي روپ ۾ ٻيهر جنم وٺي. جين ڌرم جي اصولن مطابق زندگي نٿي گذري.

هن فرقي ۾ سال جا اٺ مهينا مقدس تسليم ڪيا ويندا آهن. انهن مهينن ۾ ڏگامبر فرقي جا پوئلڳ روزا رکندا آهن. جيڪي سال ۾ ٽي ڀيرا يعني هر چوٿين مهيني ۾ رکيا ويندا آهن. روزن رکڻ وارن مهينن کي مختلف نالن: آساڙ (آکاڙ)، ڪارتڪا (ڪتِي) ۽ ڦالگن (ڦڳڻ) سان سڏيو ويندو آهي. ان کان سواءِ سنڌن ٻيا ڏهه ڏينهن ٻه مقدس ٿين ٿا، جن کي 'دس لڪشڻي' چوندا آهن، جن ڏينهن ۾ پڻ سنياسين ٻاران روزا رکيا ويندا آهن.

هي فرقو وڌيڪ ٻن حصن: (1) تيرا پنٿي (Tera Panthi)، (2) ٻِس پنٿي (Bis Panthi) ۾ ورهايل آهي. معمولي فرق سان تيرا پنٿي، ٻتن کي ڪپڙا پارائي، سنڌن سامهون مٺ ٻتيون ٻاري عبادت ڪندا آهن ۽ ٻتن آڏو گل ۽ ميوا رکڻ کي گناهه سمجهندا آهن. جڏهن ته ٻِس پنٿي، ٻتن کي ڪپڙا نه پارائيندا آهن ۽ اهي ٻيهي عبادت ڪندا آهن. مٺ ٻتيون نه ٻاريندا آهن. پر ٻتن آڏو گل ۽ ميوي رکڻ کي ثواب سمجهندا آهن.

جينين جي اصلوڪن ڌرمي ڪتابن کي 'پورو' ۽ 'يانگ' چيو ويندو آهي. انهن پورون جو ڪل تعداد 14 آهي، جيڪي ناياب سمجهيا ويندا آهن. ان کان سواءِ 12 يانگ آهن.



**ڏگامبر وشنو پولاسڪر** (ڪلاسيڪل راڳي): جين ڌرم سان واسطو رکندڙ وشنو پولاسڪر دکن جي هڪ ڳوٺ ڪرن واڙ ۾ 18 آگسٽ 1872ع تي جائو سندس پيءُ جو نالو ڏگامبر گوپال پولاسڪر هو جيڪو مندرن ۾ 'ڪيرتن' ڳائيندو هو هن پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪئي، پرائمري تعليم دوران سندس اکيون هڪ حادثي ۾ ضايع ٿي ويون. اهو حادثو هڪ هندو ميلي ۾ ٻم ڦاٽڻ سبب پيش آيو دکن جي مهاراجا ميراج هن ٻار ۾ صلاحيتون ڏسي ڪيس وقت جي وڏي ڳائڪ ٻالا ڪرشنا ٻوا وٽ راڳ سکڻ لاءِ ڇڏيو جتي هن 12 سال شاگرديءَ ۾ گذاريا ۽ 1896ع ۾ پنهنجي منهن ڳائڻ لڳو هو استاد کان جدا ٿيڻ کانپوءِ سڄو هندستان گهميو ۽ ڪيترين ئي درٻارون ڏنائين. ڪيترن راجائن وٽ ويو جيڪي راڳ ۽ راڳين جي پرٺواري ڪندا هئا. هن ٻڙودا ۽ گواليار کي ٻه ڏنو پر ڪيس اتي موٽ نه ملي. ان ڪري مجبور ٿي هن ان وقت جي راڳي رسمن کي ٽوڙي درٻار بجاءِ راڳ کي عام ماڻهن تائين پهچائڻ جو سوچيو. هن سڀ کان اڳ عام ماڻهن لاءِ مهاراشٽر ۾ عام راڳ جي محفل ڪئي، جنهن لاءِ هن عام فيءِ ورتي. هن کان اڳ ڪلاسيڪل راڳ رڳو مندرن، راجائن ۽ مهاراجائن جي درٻار ۾ ڳاتو ويندو هو. هن استاد چندن چوٻ کان درپد راڳ سکيو 1901ع ۾ هي لاهور آيو جتي هن 'گندروا مها وديالا' نالي موسيقيءَ جو اسڪول کوليو اسڪول جي عمارت ڪانسواءِ هن هاسٽل به ٺهرائي، جنهن ۾ راڳ سکندڙ شاگرد رهندا هئا. هيءُ سڄي هندستان ۾ موسيقيءَ جو پهريون اسڪول هو جنهن ۾ عام ماڻهن کي راڳ سکڻ لاءِ داخلا ملندي هئي ۽ انهيءَ اسڪول مان سکيا وٺندڙ ڪيترا شاگرد وقت جا وڏا راڳي ثابت ٿيا. لاهور ۾ هي اسڪول 1908ع تائين هليو ۽ بعد ۾ لاهور ۾ ختم ڪري بمبئيءَ ۾ کوليو ويو جنهن لاءِ پولاسڪر کي وڏو قرض کڻڻو پيو. جنهن لاءِ 1924ع ۾ قرض ڏيندڙن هن اسڪول جي سڄي ملڪيت وڪرو ڪري، قرض جو پورائو ڪيو

وشنو پولاسڪر رڳو راڳي نہ هو، پر هو سياست سان بہ دلچسپي رکندو هو. 1907ع ۾ لالا لجپتراءِ سان گڏ گرفتار ٿيو. جو تہ هن آزاديءَ جي تحريڪ دوران 'پڳڙي سنڀال جٽا' مشهور گيت ڪمپوز ڪيو. انگلانسواءِ هندستان جو قومي گيت 'وندي ماترم' بہ هن جو ڪمپوز ڪيل هو. هن اهو قومي گيت سنڌ جي مشهور راڳ 'ڪافيءَ' ۾ ڪمپوز ڪيو ويو هو. وشنو پولاسڪر کي پراڻا مذهبي گيت ڪلاسيڪل انداز ۾ ڪمپوز ڪرڻ تي ملڪو حاصل هو. مشهور ڀڄن 'رگهوپتي راگا هاوا راجا رام' بہ هن جو ڳايل هو، جيڪو مهاتما گانڌيءَ کي ڏاڍو وڻندو هو ۽ 'ڏانڊي مارچ' دوران هو روزانو صبح جو سوير اُٿي ڳائيندو هو. ان ڪانسواءِ بہ هن ڪيترا گيت ڪمپوز ڪيا ۽ ڳايا، جن ۾ اقبال جو مشهور ڪلام 'ساري جهان سي اڇا هندوستان همارا' بہ هن جوئي ڪمپوز ڪيل هو. جڏهن شهنشاهہ جارج پنجون هندستان ۾ آيو هو تہ وشنو پولاسڪر رائل گارڊن لاهور ۾ سندس آڏو فن جو مظاهرو ڪيو هو. 21 جولاءِ 1973ع تي سندس خدمتن جي صلي ۾ هندستان جي حڪومت هڪ ٽڪلي جاري ڪئي، جنهن تي سندس تصوير هئي ۽ کيس پنڊت جو لقب ڏنو ويو هو. هن موسيقيءَ تي 'سنگيت پال پرڪاش' نالي ٽن جلدن ۾ ڪتاب لکيو، جنهن ۾ هن راڳ جي 18 ٺاٺن جو ذڪر ڪيو آهي.

وشنو پولاسڪر 21 آگسٽ 1931ع ۾ وفات ڪئي. سندس پٽ گتا تريا وشنو ڏگامبر بہ وقت جو وڏو موسيقار ۽ راڳي آهي. وشنو ڏگامبر اهو موسيقار ۽ ڪلاسيڪل راڳي آهي، جنهن راڳ کي درٻارن مان آزاد ڪرائي گهٽين ۾ آندو. هن ونيڪ رائو پٽ ورڌن، اوم ڪرنات ٺاڪر، نارائڻ رائو وياس، شنڪر رائو وياس وغيره جهڙا موسيقار ۽ راڳي شاگردن جي صورت ۾ ڀارت کي ڏنا. 2000ع ۾ ڀارت جي 'ٽوڊي مئگزين' هڪ سروي ڪرائي، جنهن ۾ کيس هندستان جي هڪ سؤ اهم ماڻهن مان هڪ قرار ڏنو ويو هو.

**ڊَگَڙ/ ڊَڳَڙ**: ٻهراڙيءَ ۾ خاص ڪري لاڙ ۽ ٿر ۾ جوئر ۽ ٻاجهريءَ جي ٿلهي ماني، جيڪا ٿوڀي پچائبي آهي، ان کي ڊگڙ/ ڊڳڙ چئبو آهي. ڊگڙ کي روٽلو، ريولو بہ ڪوٺبو آهي. گهڻو ڪري مرچ مصالا وجهي ٿُلهي پچايل مانيءَ کي بہ ڊگڙ چئبو آهي. جڏهن تہ سنڌي لغت موجب ڊگڙ کي ڏوڏو بہ چئبو آهي. سنڌيءَ ۾ هڪڙي چوڻي بہ آهي تہ: "ٽوڙي وجهي روم، تہ بہ ڏوڏي مَٽي ٿُوم".

ڏوڏي يا ڊگڙ لاءِ چيو وڃي ٿو تہ هن مانيءَ جو هڪڙو پاسو پڪل هوندو آهي تہ هڪڙو پاسو اڌ ڪچو هوندو آهي. جڏهن تہ ڊڳڙي وري اتر سنڌ توڙي وچولي ۾ سنهڙي ماني يا ڦلڪي کي چيو ويندو آهي. ڊڳڙيءَ جو جمع ڊڳڙيون آهي. ڊڳڙيون يا ڦلڪا گيهہ وارا هوندا آهن. جڏهن تہ ڊگڙ/ ڊڳڙ يا ڏوڏو بنا گيهہ جي اٽيو هوندو آهي.

**ڊگو (ديهہ)**: تعلقي ڪپري، ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ حاجي انور هنگورو جي نالي سان شامل آهي.

**ڊگوش (Pintail or northern pintail/ Anas acuta)**: هيءُ پرڏيهي پکي آهي، جنهن جو تعلق بدڪ جي نسل سان آهي. هيءُ روس ۽ مغربي يورپ کان ٿيندو، نيل درياءَ مان نڪري، برصغير جي ٻين هنڌن سميت سنڌ ۾ پهچي ٿو. سنڌوءَ جا ڪنارا، ڍنڍون سندس رهائش ٿين ٿا. خاص طور منڇر تي گهڻو ڏٺو ويو آهي. ڊيگهہ ۾ بدڪ کان چار آڱر وڏو ٿئي ٿو. ڳچيءَ تي ڪارا اڇا پَٽا هوندا اٿس. پيٽ جو رنگ اڇو ۽ مٿو ڪارسرو، چهنب نيري، پُڇ سنهو، بت نيرڳيءَ جيان سگهو ۽ جسامت ۾ بي انتها خوبصورت ٿئي ٿو. هن پکيءَ جي ڊيگهہ 51 سينٽي ميٽرن کان 66 سينٽي ميٽرن تائين ماپي وئي آهي. ڳچي ڊگهي اٿس. ان لاءِ ڊگوش ڪري سڏينس. هن جي ماديءَ جو رنگ سچوئي پيلڙو، اڇ- ڇٽو ٿئي ٿو. ٽَرڪي مٿي تي ڪارسرو موڙ ٿئي، پرا



مادي بنا موڙ جي ٿيندي آهي. هن جي نر توڙي ماديءَ جون ٽنگون ڪارسريون ٿين. پُڇ بہ ٻنهيءَ جو ڪارسرو خاڪي ٿئي ٿو. اڏام مهل هن پکيءَ جي سائڙي رنگ سان اڇن پٽن واري ڏک ڏاڍي خوبصورت لڳندي آهي. هن جي اڏام ڪافي مٿي ٿئي ٿي. هن جي خوراڪ آبي ٻوٽا آهن. اُڏام وقت 'پُرپُر' جو آواز ڪندو آهي. آواز هلڪو هوندو اٿس، پر لڳ جي موسم ۾ ان ۾ ڇگُي تڪاڻ اچيو وڃي، اها تڪاڻ نَرجي مادي کان گهڻي ڇٽي ٻڌي وئي آهي. آڪيرو ڍنڍن ڏورن جي ڀرسان وڻن تي يا ڪنڌين تي ٺاهي ٿو. هن پکيءَ کي شڪار ڪري اڪثر شوق سان پاليو ويندو آهي. ڏائجڻ ڪانپوءِ اٽي جو چاڻ بہ ڪائي ٿو. هيءُ منڌائتو پرڏيهي پکي آهي. هر منڌ ۾ سنڌ ۾ اچي بسيرو ڪري ٿو.

**ڊگهہ (ديهہ)**: هيءَ ديهہ ٽپي ملير، تعلقي ڪراچيءَ ۾ ملير نئن جي ڪپ تي آهي. هيءَ ديهہ هن وقت فيصل ٽائون ۾ اچي ٿي. هن ديهہ تي نالو ملير نئين جي ڪپ تي مٽيءَ جي ڍگهن (ڍيرن) ڪري پيو. ملير نئن تي ٿهيل ريلوي جي پُل کان ناٿا خان پُل تائين جو علائقو هن ديهہ ۾ اچي ٿو. ان ديهہ ۾: صديق بلوچ، نورالدين بلوچ، بلباّس بلوچ، داد رحيم جدگال، جمع بلوچ، غلام محمد بلوچ نالي ڳوٺ آباد آهن. هن ديهہ ۾ ملير ريلوي اسٽيشن، جامعہ ملير لڳ تاريخي قبرستان، ملير هالٽ ريلوي اسٽيشن، بابا ولايت شاهہ جي درگاهہ جا هنڌ وغيره اچي وڃن ٿا. ملير جي هن علائقي کي 'گروڪل' جي نالي سان سڏيندا هئا. ورهاڱي کان اڳ ۾ هتي هندن جي وڏي آبادي رهندڙ هئي، جيڪا 1947ع ۾ هندستان لڏي وئي ۽ انهن جون جايون ايندڙ مهاجرن والاريون. هتي هندن جو قائم ڪيل 'گوڪل داس' نالي اسڪول هو، جنهن جو نالو تبديل ڪري هينئر 'جامعہ ملير اسڪول' رکيو ويو آهي.

**ڏگهائي ڦاڪ**: ڌرتيءَ تي اوپر قطب کان اولهہ قطب تائين پيل خيالي ليڪ، جا ڌرتيءَ کي پورا ٻہ اڌ ڪري ٿي. يعني ٻن حصن ۾ ورهائي ٿي، ان کي ڏگهائي ڦاڪ چئبو آهي. ڏگهائي ڦاڪون ڪل 360 آهن.

**ڊم** (ديھ): ضلعي سانگھڙ جي تعلقي ڄام نواز علي جي هڪ ديھ، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ الهداد شهر آباد آهي.

**ڊم** (ديھ): تعلقي دولتپور، ضلعي نوابشاھ جي هڪ ديھ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

شير خان وٽو نبي بخش ڏاهري، امام بخش ڏاهري، صديق پٽي، چيڙ ڏاهري، يار محمد ڏاهري، حاجي سلطان پنجابي، چتو جسڪاٽي، صالح چانديو ۽ سائين عالم جو ڳوٺ.

**ڊمبر جي واٽي** (ديھ): تعلقي موري ۽ ضلعي نوشهري فيروز جي هڪ ديھ، جنهن ۾ منظور احمد ڪورائي، حاڪم علي ڪورائي ۽ ڊمبر ڳوٺ شامل آهن.

**ڊمر**: بلا جو هڪ قسم، جيڪا ڇھ يا ست فوٽ ڪن ڊگهي ٿئي ٿي. هيءَ بلا اڪثر سارين جي پوک واري پاڻيءَ ۾ رهي ٿي.

**ڊمرا**: ڊمرا ڳاڙهي رنگ جي انهن جون پٿرين کي چوندا آهن، جن کي فقير ڏاڳي ۾ پوئي ڳچيءَ ۾ وجهندا آهن.

**ڊمرو**: ڊمرو ننڍڙي دهلڙي يا ڊيبڪيءَ کي چئبو آهي. (ڏسو: ڊيبڪي)

**ڊملوٽي**: هيءَ ماڳ ڪراچيءَ ۾ مليرجي علائقي کان ڏھ ڪلوميٽر پري ٿڏو نديءَ جي پيٽ ۾ آهي. هتي قبرون، مندر ۽ کوھ آهي. هي ماڳ قبل مسيح دور جو ٻڌايو وڃي ٿو هتي موجود قبرون پٿر مان گهڙيل آهن. جن مان هڪ تي 'شاهو' لفظ لکيل آهي. هتي پهريان هڪ کوھ هو جنهن جي ڪپر تي پير جو وڻ هو ۽ هندن جو تيرٿ هو 1882ع ۾ انگريزن هيا ڏھ کوھ



ڪوٽرائي ڪراچيءَ کي پاڻيءَ جي سپلاءِ ڪئي. 1942ع ۾ واٽر سپلاءِ جو وڏو منصوبو جوڙيو ويو. پير جي وڻ وٽ هڪ غار هوندي هئي، جنهن کي بعد ۾ پٿرن سان بند ڪيو ويو ان غار ۾ لڪشمي ديويءَ جي پوڄا ٿيندي هئي. ڊملوٽيءَ ۾ هڪ ٽڪريءَ تي ڪوکي نما پاهڻي قبرن جو ڪافي تعداد آهي. اهي قبرون گهٽو ڪري اوير اولھ مُنهيون آهن. مقامي پٿر مان ٺهيل قبرن جا پاهڻي تختا اڌ تائين زمين ۾ کتل آهن. جن جي مٿان پٿر جو تختو ڏئي قبرن کي بند ڪيو ويو آهي. قبرن جي اندران اندر ماپ ساڍا پنج انچ ۽ اڍائي فٽ آهي. ڪي قبرون هڪٻئي جي ويجهو ٺهيل آهن. پر پوءِ به فاصلو پنجن کان ڏهن فٽن تائين نظر اچي ٿو هتان وٽن ۾ هڏن جا ٽڪر ۽ ٺيون شيون مليون آهن. قبرون ڏکڻ سنڌ ۽ هندستان جي ڪن قبرن سان پيٽبيون ته اهي 2 صدي ق.م جون ٿي سگهن ٿيون.

**ڊنبر**: ڊنبر وڏي يا پراڻي ڇَڙي کي چئبو آهي، جنهن کي عام طرح 'ڪرڪو' بہ چيو ويندو آهي. هن ڇڙي جو آواز، عام ڇڙن کان ڳرو ۽ بي سُرو ٿيندو آهي. جنهن مينهن جي ڳچيءَ ۾ ٻَڌل هوندو آهي، ان جو آواز پري کان ٻُڌي اندازو لڳائي وجبو آهي. ڪرڪو لفظ لطيف سائينءَ بہ ڪم آندو آهي:

ڪرڪن خوش ڪيا، هيلي پارِ ٻُرن جي! (سُرسهڻي)

**ڊنڊ مرهياري** (ديھ): تعلقي پني عاقل جي هڪ ديھ.

**ڊنڊڻ** (ذات): ڊنڊڻ ملاح ۽ مهاڻا آهن. جيڪي مڇي ماري پنهنجو گذر سفر ڪن ٿا. سندن گهڻائي ڊنڊن، ڍورن ۽ درياھ جي ڪپن تي آباد آهي. هن ذات وارا سنڌي ڊنڊڻ مختلف شهرن ۾ آباد آهن.

**ڊنڊوبي** (Dundubhi) (ساز): هي ساز دهل جو هڪ قسم آهي، جنهن جو ذڪر رگ ويد ۾ بہ آهي. ان زماني ۾ دهل جو هي قسم ڪافي مشهور هو نغارا ۽ دمسا نالي ساز هن مان نڪتل چيا وڃن ٿا. دمسا، سنتالن جو ساز آهو ۽ ڊنڊوبي ساز جو موجد برهما کي چيو ويندو آهي. ڊنڊوبي، دهل جي نموني جو وڏي منهن سان، وچ ۾ ڊيڊو نڪتل، مُنهن



تي سنهي ٻڪري جي کل چڙهيل ساز آهي، جيڪو رقص ۽ عبادت مهل وڄايو ويندو هو.

**ڊنءَ ڊنڊ**: هيءَ ڊنڊ ضلعي دادوءَ جي تعلقي خيرپور ناٿن شاھ ۾ گوزي شهر کان اوڀر طرف آهي. هيءَ ڊنڊ خيرپور ناٿن شاھ تعلقي جي وڏين ڊنڊن ۾ شمار ڪئي وڃي ٿي، جنهن ۾ تمام گهڻي مڇي ٿيندي هئي، جيڪا سنڌ کان ٻاهر بہ ويندي هئي، هيءَ ڊنڊ هاڻي باقي وڃي ڍوري جي صورت ۾ وڃي بچي آهي.

**ڊنشا دستور**: ڊنشا دستور خانبهادر پيستنجي ڊي دستور جو فرزند، 25 ڊسمبر 1894ع تي ڪراچي شهر ۾ پيدا ٿيو زردشت (پارسي) مذهب سان واسطو هئس. هن ابتدائي تعليم سوياري والا اسڪول ڪراچي ۽ ثانوي تعليم اين. جي. وي هاءِ اسڪول ڪراچيءَ مان حاصل ڪئي. 1911ع ۾ مئٽرڪ، 1916ع ۾ گريجوئيشن ۽ 1918ع ۾ ايل. ايل. بي جو امتحان پاس ڪيائين.

ابتدا ۾ بمبئيءَ ۾ ميشرس بين ۽ ڪمپني، ساليسٽرس وٽ 1916ع کان 1919ع تائين ڪم ڪيائين. 1920ع ۾ سينٽرل بئنڪ آف انڊيا (بمبئي) جي هيڊ آفيس ۾ جونيئر آفيسر جي عهدي تي رهيو جتان 1922ع ۾ سينٽرل بئنڪ آف انڊيا جي ڪراچي برانچ ۾ بدلي ٿي آيو ۽ 1930ع تائين مختلف جاين تي نوڪري ڪيائين. ان ڪانپوءِ 1930ع ۾ وڏيءَ مخالفت باوجود سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ جو جنرل مئنيجر ٿيو جتي 1944ع تائين رهيو ان ڪان پوءِ اتان استعيفا ڏيڻ بعد وري سينٽرل بئنڪ آف انڊيا ڪراچي برانچ جو 1955ع تائين مئنيجر ٿي رهيو جتان 35 سالن جي بئنڪنگ سروس ڪانپوءِ رٽائر ٿيو انهن عهدن ڪانسواءِ بايرس ۽ شيرس چيمبر ڪراچيءَ جي مئنيجنگ

ڪميٽيءَ جو سربراهه بہ رهيو. ڪجهہ وقت پاڪستان چيمبر آف ڪامرس جو ميمبر ٿي رهيو. هن لاءِ جي. ايم. سيد پنهنجي ڪتاب 'جنب گذاريم جن سين' ۾ لکيو آهي تہ: "هي يار ويس، خاموش ڪارڪن ۽ محنتي ماڻهو رهيو آهي. قومي خيال رکڻ ڪري 'باءِ انڊين' تحريڪ ۾ حصو پڻ ورتائين. تحريڪ ۾ جڏهن خانبهادر عظيم خان جي چوڻ تي مون ۽ ڪيترن دوستن دلچسپي ورتي تہ هي اسان جو ٻانهن ٻيلي ٿي ڪم ڪرڻ لڳو."

**ڊنشا، هوشنگ نادر شاهہ:** هوشنگ نادر شاهہ ڊنشا، پارسي برادريءَ جي هڪ شاهوڪار واپاري ڊنشا خاندان جو فرد هو. سندس ڏاڏو ايڊلجي ڊنشا سوا سؤ سال اڳ، پوني شهر مان لڏي ڪراچيءَ ۾ اچي مقيم ٿيو جتي واپار ۾ ترقي ڪري وڏي جائداد ٺاهيائين. ڪيس نادر شاهہ نالي فرزند ٿيو جنهن پيءُ جي ڇڏيل ڪاروبار کي نہ رڳو سنڀاليو، پر ترقي وٺرائي. هن سڪندر آباد مان جمشيد چينائيءَ جي نياڻي، خورشيد ٻائيءَ سان شادي ڪئي، جنهن مان ڪيس چار فرزند ٿيا: (1) رستم، (2) منوچهر، (3) فريدون، ۽ (4) هوشنگ ڊنشا.



جي. ايم. سيد 'جنب گذاريم جن سين' ڪتاب ۾ لکيو آهي تہ، "نادر شاهہ گهڻي ملڪيت ڇڏي، نومبر 1922ع ۾ وفات ڪئي. سندس فرزندن مان، مسٽر هوشنگ نادر شاهہ ايڊلجي ڊنشا، 24 مئي 1884ع تي، ناناڻن ۾، حيدرآباد دکن جي شهر سڪندرآباد ۾ پيدا ٿيو ثانوي تعليم نارائڻ جڳن ناٿ (اين. جي. وي) هاءِ اسڪول ڪراچيءَ ۾ ورتائين. ۽ 1905ع ۾ ڊيارام جيٺمل ڪاليج مان گرئجوئيشن جي ڊگري حاصل ڪيائين.

هوشنگ ڊنشا 1908ع کان 1936ع تائين، ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو ميمبر رهيو. ان ڪانپوءِ سندس ڪميونٽيءَ جا نوجوان ميونسپالٽيءَ تي چونڊجي آيا. هن ۽ سندس پائرن، پيءُ جي يادگار قائم رکڻ لاءِ، ڪراچيءَ ۾ انجنيئرنگ ڪاليج کولڻ لاءِ وڏو عطيو ڏنو جنهنڪري ان تي نادر شاهہ ايڊلجي ڊنشا (اين. اي. ڊي) انجنيئرنگ ڪاليج نالو رکيو ويو اهو ڪاليج 1922ع ۾ قائم ٿيو جيڪو برنس روڊ تي ڊي. جي. ڪاليج جي پرسان هو هن وقت اهو ڪاليج يونيورسٽيءَ جو درجو حاصل ڪري چڪو آهي ۽ ڪراچيءَ ۾ يونيورسٽيءَ روڊ تي نئين عمارت ۾ منتقل ٿيل آهي. اهڙيءَ طرح هن ميونسپالٽيءَ کي عطيو ڏئي، لارينس روڊ تي، نادر شاهہ ايڊلجي اسپتال پڻ کولرائي. ان کان سواءِ هن ليڊي ڊفرن اسپتال لاءِ بہ ڪافي عطيو ڏنو ڪراچيءَ جي اڪثر خيراتي ڪمن ۾ هنن فراخدليءَ سان چندو پئي ڏنو آهي. نہ رڳو تعليم، صحت ۽ سماجي خدمتن جي ادارن ۾ سندن سخاوت ڪم ايندي رهي آهي، بلڪ ڪيترين سياسي جماعتن کي بہ هنن مدد پئي ڪئي آهي. هي خاندان مسلم ليگ ۽ سنڌ هاري ڪميٽيءَ جو بہ سهڪاري رهيو آهي. اڪثر سندن مدد مخفي ۽ بنا شهرت رهي ۽ 'هڪ هٿ سان ڏجي تہ ٻئي کي خبر نہ پوي' واري اصول تي عمل ڪندا رهيا.

مسٽر هوشنگ ڊنشا آزاد خيال، بيڊپو، خوش خلق، رلڻو ملڻو شخص هو. ڪيترن سماجي ۽ تجارتي ادارن جو ميمبر رهيو ۽ خدمتون سرانجام ڏنائين، جن جو تفصيل هن ريت آهي:

هي ليڊي ڊفرن اسپتال ڪراچيءَ جي مئنيجنگ ڪميٽيءَ جو ميمبر ۽ ٽرسٽي؛ حسيني اڪيڊمي ڪراچيءَ جو ميمبر؛ بايرس اينڊ شپرس ايسوسيئيشن جو ميمبر؛ فيڊريشن آف ڪامرس ايسوسيئيشن جو وائيس پريزيڊنٽ؛ انڊسٽريل فنانس ڪارپوريشن جو پريزيڊنٽ؛ انڊسٽريل فنانس ڪارپوريشن جو ڊائريڪٽر؛ سنڌ ڊيليميٽيشن ڪميٽي فار سنڌ سيپريشن جو ميمبر؛ پاڪستان سرڪار پاران نيشنل بئنڪ آف پاڪستان جو پريزيڊنٽ (1952ع) رهيو آهي.

سرحاجي عبدالله هارون، جمشيد ميهتا، غلام علي چاڳلا، حاتم علوي، محمد علي جناح، جي. ايم. سيد ۽ ٻين ملڪ جي ڪيترن مکيہ ليڊرن سان سندس دوستاڻا تعلقات هئا.

**ڊنگ** (ديهہ): تعلقي ڪپري، ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

نبي بخش راڄڻ، دڙي جو ڳوٺ (جڙيو جوٽيجو)، عبدالمجيد خاصخيلي، حاجي مير حسن مري، سرمست خان مري بلوچ ۽ حاجي هوت خان مري.

**ڊوٽو** (ديهہ): تعلقي ڪپري، ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

قادر ڏنو نظام الدين شر، عيدل نهڙي، بولو شر (هاشم نهڙي)، مير محمد منگريو سخي نهڙي، اسماعيل گجو ۽ نصر الله پٺاڻ.

**ڊڊونيا:** هيءَ هڪ مشهور ٻوٽو آهي، جو باغن ۾ عام طرح ديوار جو ڪم ڏئي ٿو ڊڊونيا ۾ هڪ جوهر ٿئي ٿو. حڪيمن موجب ذيابطيس لاءِ ڪارآمد آهي. هن جو خشڪ سفوف مليريا لاءِ ڪنهن حد تائين مفيد ثابت ٿيو آهي.

**ڊوڊي/ ڏوڏي** (ديهہ): تعلقي ۽ ضلعي ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حاجي حسين لغاري، حاجي نور محمد مير بحر ۽ ڳولو جسڪاڻي.

**ڊورو جانب** (ديهہ): تعلقي ۽ ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهہ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

چوڌري برڪت علي، چوڌري بشير احمد، حاجي ملهار وساڻ، سومار وساڻ، محمد هاشم ملان، ڏٿي بخش، ساماٽو انڙ، علي بخش نظاماڻي، بهرام لغاري، نئون ڪوٽ جوٽيجو حاجي شهمير بگٽي، محمد عمر ٻيهڻ، بخشڻ لغاري ۽ چوڌري جميل احمد.

**ڊوڙ پڇائڻ:** هن راند ۾ ٻن کان ڇهن تائين هم عمر ٻارن کي سنئين قطار ۾ هڪ ٻئي کان وٿيرڪو بيهاري، هڪ بہ ٽي چوڻ بعد ڊوڙ پارائبي آهي. ان بعد سندن چٽاپيٽي هن طرح ڪرائبي آهي:

(الف) ڪير ٿو اڳ ۾ مقرر هنڌ تي پهچي؟

(ب) ڪير ٿو سيني کان وڏي وڃي؟

(ج) ڪير ٿو سيني کان اڳ ۾ مقرر هنڌ تي پهچي وري ساڳئي جاءِ تي پهچي؟

هن راند ۾ ڏاڍو ڇهڇٽو هوندو آهي. انگريزيءَ ۾ ان کي ريس (Race) چئي سگهجي ٿو

**ڊوڙي رومال ڪٽڻ** (راند): هن راند ۾ ٻار هڪ گول ليڪو ڪڍي ان جي وچ ۾ رومال رکندا آهن. پوءِ ان رومال کان پنجويهه وکن تي هڪ ٻار بيهندو، ان جي سامهون ڏهن وکن تي ٻيو ٻار بيهندو. پوءِ هڪ، ٻه، ٽي چوڻ سان ڏهن وکن وارو ٻار ڊوڙي، رومال کڻي واپس پنهنجي جاءِ تي ايندو ۽ پنجويهن وکن تي بيٺل ٻار سڌو ڊوڙي اچي هن کي هٿ لائيندو. جيڪڏهن ڏهن وکن تي بيٺل رومال کڻڻ وارو ٻار پنهنجي جاءِ تي پهچڻ کان پهرين پنجويهن وکن واري ٻار وٽ جهلجي ويو ته دام ڏيندو.

**ڊوگري** (Dogri): هيءَ ٻولي ڏوگريالي، ڊوگري، ڊوگري- جمون، ڊوگري- ڪانگري، ڊوگري- پهاڙي، ڊونگاري- هندي ۽ ڊوگري- توڪارو به سڏجي ٿي. هن جو واسطو هند- يورپي، هند ايراني، هند-آريائي ۽ اولهه پهاڙي ٻولين جي خاندان سان آهي. پاتيبلي، ڊوگري، مشرقي ڊوگري، ڪنديالي ۽ اتر ڊوگري هن جا لهجا آهن. هندستان ۽ پاڪستان جي ڪشمير وارن علائقن سميت راوي ندي ۽ چناب جي وچ وارن علائقن، چنديگڙهه ۽ اولهه بنگال ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. هيءَ ٻولي ڊوگر قبيلي جي نسبت سان ڊوگري سڏجي ٿي. ڪجهه وقت اڳ ۾ هن ٻوليءَ کي پنجابيءَ جو لهجو شمار ڪيو ويندو هو پر هينئر هن کي ڌار ٻوليءَ جي حيثيت حاصل آهي. هن قبيلي وارا سنڌ ۾ ڏوگر سڏجن ٿا، جيڪي سنڌ ۾ فقط سنڌي ٻولي ئي ڳالهائن ٿا. هن قبيلي وارا هماچل ۾ چمبيلي ۽ جمون ڪشمير ۾ ڊوگري ڳالهائين ٿا. اڳ ۾ هيءَ ٻولي ٽڪري رسم الخط ۾ لکي ويندي هئي، جيڪا سرادا لپيءَ مان نڪتل آهي. سرادا لپي هن ٻوليءَ جا پورا اُچار نه ڏنا، جنهنڪري هاڻي هيءَ ٻولي عربي رسم الخط ۾ لکجڻ لڳي. اڳ ۾ هندستان اندر هن ٻوليءَ جي لکت لاءِ ديوناگري خط به استعمال ٿيو هو پر هينئر هيءَ فارسي، عربي، نستعليق خط ۾ لکي وڃي ٿي.

**ڊُول**: چلم ۽ حُقو تماڪ چڪڻ لاءِ ڪتب ايندا آهن. چلم جي بناوت ۾ ٽوپي (ڦل)، نڙ ۽ هيٺيون حصو (پاٽيءَ وارو) هوندو آهي. چلم جي ٽوپيءَ (ڦُل) جي مٿان جيڪو ڍڪ ٿيندو آهي، ان کي ڊول چئبو آهي. اهو ڊول چمنيءَ جي ڍڪ وانگر نوڪدار ۽ چوٽري نموني هوندو آهي، جيڪو لوهه يا ٽين جو ٺهيل هوندو آهي. ڊول اصل ۾ چڻنگ وغيره جي اڏامڻ کان احتياط طور وجهبو آهي. ان ڪانسواءِ ڦُل (جيڪو تانبو يا چيٽو) تماڪ کي ٻارڻ لاءِ ڪم ايندو آهي، ان کي اٿلائڻ پٿلائڻ لاءِ چمٽو ڪم ايندو آهي.

**ڊول** (ذات): ڊول، سنڌ جي هڪ ذات آهي، جيڪا جيڪب آباد طرف رهي ٿي. هن ذات مان مولانا فيض محمد ڊول اهم شخصيت ٿي رهيو آهي.

**ڊول** (ديهه): تعلقي ٺل، ضلعي جيڪب آبادجي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

مراد سرڪي، سليمان ڊول، حاجي مينهون سومرو، چتر ڊول، ڪير ڍڪڻ، واصل ڊول، شادي ڊول ۽ غلام محمد ڊول.

**ڊوماٽو** (ديهه): ضلعي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڪوڙو خان گبول، حسن لغاري، محمد علي مهر بهادر ڍڪڻ، عطا الله شاهه، حسين پيو ساٽي مهر حاجي مهر عيسو ڏاريجو مينهون مهر نبي بخش تاجي گهنجيو حاجي احمد مهر، ڪرم مهر عيسو ملڪ، حاجي ڦلپوٽو ۽ امير بخش شيخ.

**ڊومڪي/ ڊومبڪي** (ذات): هڪ ذات جو نالو، جن جي اڪثريت بلوچستان ۽ سنڌ ۾ رهي ٿي. روايت آهي ته ڊومڪي قبيلي تي اهو نالو هن حوالن ڪري پيو. هڪ روايت مطابق 'ڊومب' نالي قلات رياست ۾ هڪ نئن هئي، جتي گهڻو وقت اڳ ڊومڪي قبيلي جو وڏو ڏاڏو اچي رهيو. جنهن ڪانپوءِ سندس اولاد ڊومڪي سڏجڻ لڳو ٻي روايت موجب مير چاڪر خان هڪ 'ڊومب' يعني لنگهي يا دهلاريءَ جي ڌيءَ سان شادي ڪئي ۽ ان زال مان سندس اولاد بعد ۾ ڊومبڪي سڏجڻ لڳو.

هن وقت ڊومڪي قبيلي جو سردار مير مهراب خان ولد سهراب خان آهي، جيڪو قلات رياست جي علائقي لهري ڊومڪيءَ ۾ رهي ٿو سرحدي ضلعي ۾ سندس سئوٽ ميرو خان ولد بلوچ خان ڊومڪي قبيلي جو سردار آهي، جتي هن جون وڏيون جاگيرون آهن. سنڌي، اردو ۽ فارسيءَ جو مشهور شاعر فيض بخشاپوري به ڊومڪي هو ان ڪانسواءِ حڪيم عبداللطيف نالي شاهه لطيف جي ڪلام جو حافظ به ذات جو ڊومڪي هو ميري خان جو والد بلوچ خان وڏي اثر رسوخ وارو ماڻهو هو جنهن جو ذڪر چارلس نيپيئر پنهنجي سوانح عمريءَ ۾ ڪيو آهي. هن قبيلي جا ماڻهو پاڻ کي بلوچ پڻ سڏائيندا آهن. هيءَ قبيلو سنڌ جي اترئين علائقن ۾ رهائش پذير آهي. ڊومڪي قبيلي جي اهم پاڙن ۾: مروئي يا ميروزئي، آدماڻي، برهماڻي، باباڻي، پوتاڻي، پاڳدار، بزيراڻي، بلوچاڻي، بوزدار، ديراڻي، گلوئي، گشڪوري، گرچي يا گريجا، گولاٽا، گاداڻي، گبول، گاجاڻي، جسڪاڻي، جماڻي، خينجاڻي، لوهراڻي، لنڊ، مرڪاڻي، محماڻي، شافڪور، سمراڻي، تالاڻي، وزيراڻي، زنگيشاهي شامل آهن. سردار تاج محمد ڊومڪي به هن قبيلي سان واسطو رکي ٿو.

**ڊومڪي، حڪيم عبداللطيف**: اديب ۽ شاهه لطيف جي ڪلام جي پارکو حڪيم عبداللطيف ڊومڪي 1933ع ڌاري بخشاپور تعلقي ڪشمور ۾ جنم ورتو. هن ابتدائي تعليم پنهنجي مامي تلو خان وٽ حاصل ڪئي. پاڻ سٺو اديب ۽ شاعر هو. هو سنڌي ٻوليءَ جي عظيم شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڪلام جو ماهر ۽ قاري هو. ملڪ جي مختلف محفلن ۾ شرڪت دوران هو شاهه جو ڪلام ترنم سان پيش ڪندو هو. ڪيس شاهه جو رسالو ياد هو. هن رسالي جو اردو ترجمو به ڪيو. 12 سالن جي عمر ۾ حڪمت ڏانهن ڌيان ڏيڻ شروع ڪيائين ۽ تندو محمد خان طبيه ڪاليج مان تعليم حاصل ڪيائين. پٽ شاهه جي گادي نشين سيد غلام شبير شاهه جي شفقت ۽ محبت سبب ان جو مريد ٿيو هڪ پيرو سيد شبير شاهه سان گڏجي عراق جو دورو به ڪري آيو ان بعد ڪجهه عرصي لاءِ لاهور طبيه ڪاليج ۾ تعليم ورتائين. تعليم وٺڻ بعد بخشاپور اچي 'لطيفي شفا خانو' کوليائين. هو سياح ۽ سيلاني شخص هو ان ڪري پنهنجو تخلص به 'سيلاني' رکيائين. شاهه لطيف سان تمام گهڻي عقيدت هئڻ سبب پنهنجو نالو عبداللطيف مان بدلائي غلام لطيف رکيائين. 1972ع ۾ مسلم ملڪن جي سير ۽ سفر دوران هو ايران، افغانستان، عراق، اردن، شام، مصر ۽ سعودي عرب ويو جتي مختلف زيارتون ڪرڻ بعد حج ڪيائين ۽ پنهنجي سير ۽ سفر تي مشتمل سفرنامو لکيائين. هن 12 آڪٽوبر 1993ع تي وفات ڪئي. سندس وصيت موجب ڪيس پنهنجي مرحوم پاءُ جي پرسان بخشاپور ۾ دفن ڪيو ويو.

**ڊومڪي، علامہ مقصود علي:** ناميارو عالم دين، اديب ۽ محقق علامہ مقصود علي ولد غلام رسول ڊومڪي، پهرين آڪٽوبر 1975ع تي ڪنڊڪوٽ ۾ پيدا ٿيو. هن 1996ع ۾ پنجاب يونيورسٽي لاهور مان ايم. اي اسلاميات ۾ ڪئي، بعد ۾ هو قم، ايران هليو ويو جتي ٽي سال رهي 'علامہ' جي ڊگري حاصل ڪيائين، جيڪا ڊگري پاڪستان ۾ ايم. فل جي برابر آهي. هن جو هڪ ڪتاب 'چاليس احاديث' اردوءَ ۾ ڇپيو آهي، جيڪو 1996ع ۾ اسلامي ٽرسٽ ڪوئيٽا وارن ڇپرايو هو ان کان سواءِ هن ٻيو ڪتاب 'فلسفهء قيام امام حسينؑ' بہ تحرير ڪيو جيڪو اڃا شايع نہ ٿيو آهي. هن وقت اسلامي ٽرسٽ پاڪستان جو جنرل سيڪريٽري ۽ جامعہ ابي طالب جيڪب آباد جو پرنسپال آهي. سندس ديني، علمي ۽ ادبي خدمتون جاري آهن.



**ڊوم، لڪٽو پکي** Common Snipe/ *Capella gallinago, Gallinago* (*gallinago*): 27 سينٽي ميٽر (10 انچ) جسامت واري هن ننڍڙي پکيءَ جا نر مادي هڪجهڙا ٿين ٿا. هن پکيءَ جي پٺيءَ جو رنگ گهرو ناسي ٿيندو آهي، جنهن تي هلڪي رنگ جا ليڪا ٿين ٿا. هن جي مٿي تي هلڪيون ليڪون ٿين ٿيون. پچ ننڍڙو ٿئي، اڍائي انچ ڊگهي استوائي چهنب ٿئي ٿي، جيڪا هن پکيءَ جي قدبت جي پيٽ ۾ گهڻي وڏي آهي، جنهن سان نرم زمين کوٽي جيت ۽ ڪينئان ڳوليندو آهي. ننڍڙي گاهہ ۾ ڪيمو فلاج ڪندو آهي، خطري مهل مٿي وڪڙ سڪڙ واري اڏام اڏاندو آهي. هن جي ٻچن جي چهنب ننڍي هوندي آهي، ان ڪري ان کي ڪينئان ڳولي کارائيندا آهن. هي پکي پيرسان زمين کرڙي آکيرو ناهيندو آهي ۽ ان ۾ گاهہ رکندو آهي.



**ڊومنڪ اسٽيفن:** سنڌ ۾ فلاحي ڪمن ۾ پاڻ پتوڙيندڙ سماجي اڳواڻ ڊومنڪ اسٽيفن جو تعلق پارڪري عيسائي ڪميونٽيءَ سان آهي. سندس والدين، ننگرپارڪر جي ڳوٺ 'ڇٽينڊا' جا رهاڪو هئا، جيڪي 1943ع ۾ عيسائي مذهب اختيار ڪرڻ کانپوءِ عمرڪوٽ ضلعي جي ڳوٺ 'گورسر' ۾ اچي رهيا، جتي هن 20 ڊسمبر 1945ع تي جنم ورتو سندس پيءُ هاري هو جنهن بعد ۾ ڪنريءَ ۾ هڪ ننڍڙو دڪان کوليو سندس والدين جي عيسائي مذهب اختيار ڪرڻ کانپوءِ چرچ مشنريءَ جي ادارن کيس اڳتي



پڙهڻ جو موقعو ڏنو هن 1975ع ۾ فلپائين مان ايم. بي. اي ڪئي. سنڌ يونيورسٽيءَ مان 1978ع ۾ ايم. اي (اڪنامڪس) ۽ 1995ع ۾ ايم. ايس. سي (رورل ڊيولپمينٽ) جون ڊگريون حاصل ڪيائين. پڙهڻ مان ماسٽرس ڪرڻ بعد مختلف ادارن ۾ نوڪريون ڪيائين. 1966ع کان 1980ع تائين سينٽ ٽريضا اسپتال ميرپورخاص ۾ ڪلرڪ؛ 1980ع کان 1981ع تائين آغا خان سينٽرل هيلٿ بورڊ جو ائڊمنسٽريٽر؛ 1982ع کان 1989ع تائين ڊايوسيس آف حيدرآباد جو ائڊمنسٽريٽر رهيو.

ڊومنڪ اسٽيفن، سنڌ جي ڀهراڙين ۾ بي زمين هارين جي ٻارن ۾ تعليمي شعور پکيڙڻ لاءِ 1985ع ۾ 'پارڪري ڪرسچن رورل ڊيولپمينٽ ايسوسيئيشن' (PCRDA) قائم ڪئي، جيڪا 1989ع تائين فعال رهي. ان کان پوءِ 1989ع کان 1997ع تائين ٿر جي شهر اسلام ڪوٽ ۾ ڏڪار ستيلن کي پرڏيهي ادارن جي مدد سان امدادي سهولتون ڏيڻ لاءِ 'سيودي چلڊرين' (يو ڪي) جي هڪ پراجيڪٽ 'ٿرپارڪر رورل ڊيولپمينٽ پروگرام' (TRDP) جو مئنيجر رهيو جيڪو بعد ۾ 'ٽرڊيپ' اداري ۾ تبديل ٿيو.

ڊومنڪ اسٽيفن، سنڌ جي ڀهراڙين جي غريب هارين جي زندگين کي بهتر بنائڻ لاءِ 'ٽرڊيپ' مان 1997ع ۾ استيعفا ڏئي، پنهنجو نئون سماجي ادارو (Participatory Village Development Programme- PVDP) قائم ڪيائين، جيڪو هن وقت سنڌ جي ستن ضلعن: ٿرپارڪر، بدين، سانگهڙ، عمرڪوٽ، ميرپورخاص، خيرپور ميرس ۽ ٺٽي ۾ سماجي خدمتن ۾ مصروف آهي. 2004ع ۾ هن اداري ۾، ٻاهرين ڊونرن جي مدد سان 'ٿر ۾ غربت کي گهٽائڻ جو ماڊل' (Poverty Reduction Model) متعارف ڪرايو جنهن ٿرپارڪر جي ڏهن هزارن جي لڳ ڀڳ ڏڪار ستيل خاندانن کي فائدو پهچايو اُن ماڊل ۾ 4 ٻڪريون، هڪ زير زمين پاڻيءَ جو ٽانڪو هڪ ڀاڄيءَ جي واڙي، هڪ نادي فلٽر ۽ گهرجي عورتن لاءِ پرت جي ڪم جي سکيا وغيره شامل آهي.

ڊومنڪ اسٽيفن، پارڪر ۾ تعليم جي کوٽ محسوس ڪندي، پنهنجي اداري 'پي. وي. ڊي. پي' ۾ پارڪر جي ڏورانهن علائقن جي بي پهچ ٻارن کي مفت تعليم ڏيڻ لاءِ 10 اسڪول کوليا، جيڪي اڄ بہ هلي رهيا آهن. انهن اسڪولن مان هر سال پڙهي نڪتل سوين ٻارَ هاءِ اسڪولن ۾ پڙهڻ ويندا آهن.

ڊومنڪ، سنڌ جي مختلف سماجي ادارن جي جوڙيل 'ماروئڙا ڪائونسل' جو سيڪريٽري، ڪيترين اين. جي. اوز جي بورڊ آف گورنرس جو ميمبر هئڻ سان گڏ پنهنجي اداري پي. وي. ڊي. پي جو ايگزيڪيوٽو ڊائريڪٽر آهي. حيدرآباد ۾ موجود سماجي ادارن جي جوڙيل نيٽ ورڪ 'انڊس انسٽيٽيوٽ فار ريسرچ اينڊ ايجوڪيشن' (IIRE) جو چيف ايگزيڪيوٽو آفيسر ۽ هڪ پرڏيهي نيٽ ورڪ 'فيوچر اِن اَور هئنڊس' جي پاڪستان آفيس جو چيئرمئن پڻ آهي.

اين. جي. اوز جي دنيا ۾ هن ڪيترن ئي نوجوانن جي تربيت ۽ همت افزائي ڪئي آهي، جيڪي اڄڪلهہ مختلف سماجي تنظيمن ۾ سرگرم عمل آهن. هن ٿرپارڪر ۽ سنڌ جي ٻئراجي علائقن ۾ غريب هارين جي زندگي سُڌارڻ لاءِ مثالي ڪهاڻين (Case Studies) ۽ پنهنجن تجربن تي مشتمل هڪ ڪتاب لکيو آهي، جيڪو ڇپائيءَ جي مرحلن ۾ آهي. ان کان سواءِ پي. وي. ڊي. پي

جي رسالن: 'ترِ دوست نيوزليٽر' ۽ 'ترِ ڪول الرٽ' ۽ IIRE جي مئگزن 'هم آواز' جو چيف ايڊيٽر به رهيو آهي.

ڏومنڪ اسٽيفن هن وقت ميرپورخاص ۾ رهي ٿو. ڪيس ٽن پُٽن ۽ ڇئن ڌيئن جو اولاد آهي. سندس اولاد به سماجي ڪمن ۾ مصروف آهي.

**ڏومڻ واهه:** ماضيءَ ۾ حيدرآباد جي اڀرندي حصي ۾ هڪڙو واهه وهندو هو، جنهن جو نالو انگريز عملدار 'ڏومين' جي پُٺيان 'ڏومين واهه' رکيو ويو، جيڪو عوامي لهجي موجب هاڻي 'ڏومڻ واهه' سڏجي ٿو. هي واهه ان دؤر ۾ ٽن تلائن کي پاڻي رسائيندو هو، جن ۾ تلاءُ نمبر 1، تلاءُ نمبر 2 ۽ تلاءُ نمبر 3 هئا. هن وقت تلاءُ نمبر 3 وسنديءَ جي شڪل ۾ اڄ به حيدرآباد شهر ۾ موجود آهي. ڪنهن زماني ۾ حيدرآباد شهر جي ڀنهي طرفن کان گهٽي مقدار ۾ پاڻي موجود هو ۽ هتي پاڻيءَ جي ڪا به کوٽ نه هئي، اونهاري جي مند ۾ ڦليلي واهه جو پاڻي ڪنارن کان پلٽجي ٻاهر ايندو هو ۽ هيٺانهين وارين جاين تي گڏ ٿي ويندو ۽ تلائن جي شڪل اختيار ڪندو هو. جنهنڪري انهن هيٺاهينءَ وارن علائقن ۾ تلاءُ وجود ۾ آيا، جن ۾ تلاءُ نمبر 1، تلاءُ نمبر 2 ۽ تلاءُ نمبر 3 آهن.

ڦليلي واهه کي بند ٻڌڻ ڪانپوءِ انهن تلائن تائين پاڻي اچڻ بند ٿي ويو، پر پوءِ صرف 'ڏومين واهه' ذريعي ئي انهن تلائن تائين پاڻي پهچندو هو. پر هن وقت انهن ٽنهي تلائن ۾ پاڻي موجود ناهي ۽ اتي آباديون ٿي ويون آهن. حيدرآباد جي پراڻن رهواسين جو چوڻ آهي ته اڄڪلهه جيڪو گندو نالو شهر جو گندو پاڻي کڻي وڃي ڦليليءَ ۾ ڇوڙ ڪري ٿو نشاط ۽ ڪيپيٽل سينئما جي سامهون وهي ٿو اهوئي ڏومڻ/ ڏومين واهه آهي.

**ڏومي ولي (ديهه):** تعلقي ڪشمور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

فتح محمد ماڇي، اڪبر ڏڪڻ، رستم مزاري، قابل مزاري، گل محمد مزاري، حسن مزاري، ميوو رستم خان، متو مزاري، باهو مزاري، عمر بخش ڏرگهه، گل محمد مزاري، صحبت مزاري، جمال مگنهار، ڏٽي بخش ۽ حافظ محمد موسىٰ.

**ڏونڊو (ٻيڙيءَ جو قسم):** ڪهل قبيلي جا ماڻهو ڪارن جي واپار لاءِ هڪ هلڪو بار کڻڻ جهڙو ۽ ٻتيلي جهڙو چوڳنيو ٻيڙو ناهيندا هئا، جنهن تي وڏيل لڪڙ مان ڪارا ناهيا ويندا هئا ۽ هن ئي ٻيڙي تي ڪارا ڪٽي وڏن وڏن بندرن تي کپائيندا هئا. ملاح ڏونڊي تي درياهه جي ڪنڌين ۾ ڪڇون، جرڪا، گنڊڻ، ٻنا ۽ مُڪر ماريندا هئا. ڏونڊا، ڍنڍن ۾ به ٻيهاريا ويندا هئا، هنن ڏونڊن ۾ حلال جانورن جا هڏا پرائي، ملتان پهچايا ويندا هئا. اهڙيءَ ننڍي ٻيڙيءَ کي ڏونڊي چوندا آهن.

**ڏوئنڪ (ديهه):** تعلقي جوهي، ضلعي دادو جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ دوست محمد شاهاڻي نالي شامل آهي.

**ڏويزن:** فوج جو هڪ يونٽ، جنهن جو وڏو آفيسر جنرل سڏرائيندو آهي. ڏويزن عام طور تي ڏهه هزار سپاهين ۽ 350 آفيسرن تي مشتمل هوندي آهي. ڏويزن ۾ به برگيڊيئر هوندا آهن.

**ڏويزنل پبلڪ لائبريري (خيرپور ميرس):** ڏويزنل پبلڪ لائبريري، خيرپور شهر جي هڪ عوامي لائبريري آهي. هن لائبريري ۾ دنيا جي مختلف ملڪن جي تاريخي ڄاڻ ۽ مختلف ٻولين ۾ هزارين ڪتاب موجود آهن. هيءَ لائبريري 1893ع ۾ 'فيض محل' لائبريءَ جي نالي سان قائم ٿي. بعد ۾ ون يونٽ قائم ٿيڻ ڪانپوءِ جڏهن 'رياست' کي ختم ڪيو ويو ته هن لائبريءَ کي صوبائي تعليم کاتي جي حوالي ڪيو ويو. هن لائبريءَ ۾ هزارين قيمتي ڪتاب هئا. شاهه لطيف جي رسالي جو بمبئي وارو ڇاپو به هن لائبريءَ ۾ موجود هو جيڪو سيد حيدر علي شاهه جي لائبريءَ مان سيد صالح شاهه هن لائبريري کي تحفي طور ڏنو هو. ان کان سواءِ شاهه جي رسالي جا سمورا رسالا، جن ۾ مرزا قليچ بيگ، ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي، علامه آءِ آءِ قاضي، غلام محمد شهواڻي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، محمد عثمان ڏيپلائي ۽ ٻين جا مرتب ڪيل ڪيترائي نسخا موجود آهن. سچل سائينءَ جو هٿ سان لکيل 'رسالو' قلمي نسخو به هن لائبريءَ ۾ موجود هو.

مشتاق احمد گاد موجب: ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ اڍائي سو ڪتاب، محمد علي مراد ڏيڍ سؤ ڪتاب، خدا بخش سنديلي ڏهن هزار روپين جا انگريزي ڪتاب، هڪ ڪلياڻ آڏواڻيءَ وارو نسخو (شاهه جو رسالو) ۽ هڪ ڪپٽ به هن لائبريءَ کي تحفي طور ڏنا هئا. 1912ع ۾ ڪلڪتي مان هفتيوار رسالو 'الهلال' شروع ٿيو هو. ان جا پرچا ۽ علي ڳڙهه يونيورسٽيءَ جي سر سيد احمد خان جي جاري ڪيل ڪيترائي قلمي نسخا ٿيندڙ رسالي 'تهذيب اخلاق' جا پرچا پڻ هن لائبريءَ ۾ موجود هئا. قرآن پاڪ جا ڪيترائي قديم قلمي نسخا هن لائبريءَ ۾ موجود آهن.

انهيءَ کان سواءِ مغل خاندان جي گهريلو حالتن تي لکيل ڪتاب تذڪره عالم، نارو شاهه جي 'مولانا دين محمد مغل' جو هٿ سان لکيل قرآن پاڪ ۽ ان جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ۽ ان کان علاوه 'مير علي نواز ناز' جو لکيل عهد نامو پڻ هن لائبريءَ ۾ موجود آهي. مير علي مراد خان به هن لائبريءَ کي 15 سو قلمي نسخا ڏنا هئا، جيڪي مير صاحب، حيدرآباد دکن جي حڪيم 'مطفر' کان ورتا هئا. سنڌ جي هيءَ وڏي ۾ وڏي لائبريري گهڻي وقت کان سمورين سهوليتن جو مرڪز ۽ قابلِ فخر ڪتب خانو رهي آهي.

**ڏونگيجا (ذات):** هي ملاح ۽ مهاڻا آهن. نوابشاهه ۾ سندن ڪجهه گهر آباد آهن. مڇي مارڻ ۽ محنت مزدوريءَ جي ٻين ذريعن سان لاڳاپيل آهن.

**ڏهه (ديهه):** ڪراچيءَ جي هڪ ديهه، سمنڊ جي ڪناري ۽ ملير نئن سان لڳ هئڻ ڪري هن ديهه ۾ واريءَ جون پٽون آهن. واري گهڻي هجڻ ڪري هن ديهه تي 'ڏهه' نالو پيو آهي. هاڻوڪي قيوم آباد چورنگيءَ کان وٺي ڪورنگي ڪريڪ ملير نئن جي ڇوڙ تائين وارو علائقو هن ديهه ۾ شامل آهي. آئل ريفائنري فيڪٽري، پٽائي ڪالوني، بنگالين جون ڪچيون آباديون، چڪرا ڳوٺ به هن ديهه ۾ اچي وڃن ٿا.

**ڏهر (ذات):** هي ملاح ۽ مهاڻا آهن. اڪثر درياهه جي ڪپ ۽ ڪناري سان آباد آهن، سندن گذر سفر جو گهڻو ذريعو مڇي آهي، مڇي ماري پنهنجو ۽ ٻچن جو پيٽ پالين ٿا. هن ذات جا ماڻهو سڄيءَ سنڌ ۾ پکڙيل آهن، پر انهن جي گهڻائي اتر سنڌ ۾ رهي ٿي.

**ڍهنڊڙ ليڪا** (ڪتاب): مشهور ڪهاڻيڪار رزاق مهر جي ڪهاڻين جو هي پهريون ڪتاب آهي. هن ڪتاب ۾ رزاق مهر جون يارهن ڪهاڻيون: آڙاهه،




اجهل هوا، اوندهه پنيان سوجهرو، تڏي تي ويٺل ماڻهو، پيڙيل وجود، پروٽوڪول، ميران مٽي ڪان پوءِ، عقيدو، ترورا، ڍهنڊڙ ليڪا، نظرانداز ٿيل احساس- شامل آهن. هيءُ ڪتاب رزاق مهر جي فرزند آصف جو ترتيب ڏنل آهي، جنهن کي محمد علي ماجد، ڪاڇي پبليڪيشن، ڪراچيءَ پاران جولاءِ 2009ع ۾ ڇپايو آهي. ڊيمي سائيز جي 97 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي.

**ڍهو** (ذات): هي ملاح ۽ مهاڻا آهن، اتر سنڌ ۾ گهٽائيءَ ۾ آباد آهن. هي اصل ۾ بهاولپور کان سنڌ ۾ آيل آهن. گهٽائي مڇي ماري پنهنجو گذر سفر ڪري ٿي.

**ڊي ايچ. ڪرم پور**: ضلعي جامشوري، تعلقي سيوهڻ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

لونگ داروغو حاجي وريام پٽي، عثمان سهتو، صديق سهتو ۽ شير خان سولنگي.

**ڊي. اين. اي**: ڊي. اين. اي Deoxyribo Nucleic Acid جو مخفف آهي. ڊي. اين. اي جيوگهرڙي جي پراسرار مالڪي سنڀاليندڙ آهي. هي سخت گير، منتظم، سمورن جيوگهرڙن کي پنهنجي حڪم تي هلائيندو آهي. ڊي. اين. اي جيوگهرڙي جي سمورن نظامن کي هدايت ڏيندو آهي ته ڪنهن کي ڇا ڪرڻو آهي، ڇا نه ڪرڻو آهي. ان لاءِ ڇا، ڪٿان ۽ ڪنهن ڪان وٺڻو آهي. D.N.A هر جاندار،




حيوانات ۽ نباتات ۾ موجود هوندو آهي. جيوگهرڙو (Zygote) جنهن ذريعي هڪ نئين انسان جي تخليق جو آغاز ٿيندو آهي، وجود ۾ ايندي ئي پاڻ جهڙيون ڪاپيون ناهڻ شروع ڪندو آهي. هڪ ڪان ٻه، ٻه ڪان چار، چئن ڪان اٺ. اهڙيءَ ريت نو مهينا يا ان ڪان گهٽ عرصي ۾ هڪ مڪمل انسان وجود ۾ ايندو آهي. ٻار ڄڏهن پيدا ٿيندو آهي، تڏهن گهٽ ۾ گهٽ پنجاهه ٽريلين جيوگهرڙن جو مجموعو هوندو آهي. ان جيوگهرڙن جي تيزيءَ سان ڪاپيون تيار ڪرڻ جي پراسرار صلاحيت پنهنجيءَ جاءِ تي، پر جيوگهرڙي اندر سڀ ڪان وڏو معجزو ڊي. اين. اي آهي. ماءُ پيءُ جي ڪروموسومن مان جيڪو جيوگهرڙو وجود ۾ ايندو آهي، ان ۾ ڊي. اين. اي هڪ ٻئي سان ويڙهيل ٻن ڏورين وانگر هوندو آهي. ٻار جي مستقبل لاءِ لامحدود امڪان، اطلاع، معلومات ۽ پروگرام ڊي اين اي ۾ اسٽور ٿيل هوندا آهن. جن جي مدد سان هڪ ننڍڙو غير مرئي جيوگهرڙو پاڻ ۾ معلومات جو وڏو ذخيرو لڪائي ويٺو هوندو آهي. ٻار جي جسم ۾ زندگي ۽ تعمير ڪي استعمال جوڳو رکڻ لاءِ جنهن نقشي جي ضرورت هوندي آهي، اهو نقشو يا بليو پرنٽ ڊي. اين. اي جي شڪل ۾ هر جيوگهرڙي ۾ موجود هوندو آهي.

عضون جي بناوت/ تعمير، تنصيب ۽ ڪارڪردگي هر جيوگهرڙي جي ڊي. اين. اي ۾ ڪوڊن جي شڪل ۾ موجود هوندي آهي ۽ اُها RNA (Ribo Nucleic Acid) جو ڪردار ادا ڪندي آهي. ٻار جي تشڪيل جو تفصيل ڊي. اين. اي جي ڏورين ۾ موجود هوندو آهي. آر. اين. اي، ڊي اين اي جي نگرانيءَ ۾ ابتدائي ڪم ڪندو آهي. سڀ ڪان پهرين هڪ پروٽين جي تياري شروع ڪري ڇڏيندو آهي، جنهن لاءِ ان کي امائنو ايسڊ جمع ڪرڻا پوندا آهن ۽ آر. اين. اي جا جزا موتين وانگر پروئبا آهن. اهڙيءَ ريت پروٽين وجود ۾ ايندي آهي. انسان جي اک ۾ ستاويهه ڪروڙ چاليهه لک جيوگهرڙن مان هر هڪ جيوگهرڙي ۾ موجود ڊي. اين. اي سموري معلومات ۽ صلاحيت رکي ٿو جنهن ذريعي هڪ مڪمل ٻار هن دنيا ۾ ايندو آهي. اهڙيءَ ريت ڪن جيوگهرڙن ۾ هيءَ صلاحيت موجود هوندي آهي ته اهي ڪن جي جاءِ تي پير تعمير ڪري ڇڏين، پر جيوگهرڙا ڪڏهن ايئن نه ڪندا آهن، چو ته جيوگهرڙا رڳو اهو ڪري سگهن ٿا، جنهن جو کين مٿان حڪم ملندو آهي.

هي جيوگهرڙا ڪافي ڪجهه ڪري سگهن ٿا، پر قدرت سندن اضافي صلاحيتون معطل (بلاڪ) ڪري ڇڏيندي آهي. اهڙيءَ ريت جيوگهرڙا ڪروڙين ڪاپيون ناهي سگهن ٿا. انسانن جي جيوگهرڙن مان ڊي اين اي جي ٻنهي ڌاڳن کي جيڪڏهن هڪ قطار ۾ رکجي ته اها قطار زمين کان چنڊ جي فاصلي ڪان هزار ڀيرا وڏي هوندي. تخليق جو هي نقشو اڄ ڪان سٺ ستر سال پهريان به انسان جي لاءِ ڳجهه جو درجو رکندو هو ۽ اڄ به عام ماڻهن لاءِ غيب جو نمونو آهي.

**ڏيهڪي**: مدارين يا بازيگرن جي ننڍي پکواز يا ڍهلڙيءَ کي ڏيهڪي چئبو آهي. هندو مٿالاجيءَ (ديومالا) موجب شِو ڀڳوان سڀ ڪان اڳ جيڪو ساز ڏنو سو 'ڏمرو' هو جنهن کي 'ڏيهڪي' به چوندا آهن. هي ساز جسامت ۾ ننڍڙو ٿئي ٿو ۽ هٿ ۾ آسانيءَ سان اچي وڃي ٿو هن ساز کي ڍهل وانگي به پُڙ ٿيندا آهن ۽ ڍهل وانگر



هوندو آهي، پر ان جو وچ سنهڙو چيلهه وانگي هوندو آهي. پُڙن تي ڍهل وانگي ٻڪريءَ يا رڍ جي کل چڙهيل هوندي آهي. ڏيهڪيءَ ۾ ٻنهي پاسن کان ڪپڙي ۾ ٻڌل ننڍڙي پٽري يا نڪري هوندي آهي، جيڪا مضبوط ڌاڳي وسيلي لڙڪيل هوندي آهي. ڏيهڪيءَ کي هٿ سان ٻنهي طرفن ڦيرائبو آهي ته اهي ڌاڳا ۽ انهن جي ڇيڙن تي ٻڌل

نڪريون يا پٽريون. پڙن کي لڳي آواز ڪيندڙيون آهن. ڊيپڪي وڏيءَ مهارت سان وڄائي ويندي آهي. گهڻو ڪري پولڙن کي نچائڻ وارا بازيگر ۽ مداري هن ساز جو استعمال ڪندا آهن.

**ڊيپو:** ضلعي ۽ تعلقي عمرڪوٽ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محسن پلي، بلاول هاليپوٽو ۽ صابو پلي.

**ڊيپوڙي:** تعلقي ڇاڇري، ضلعي ٿرپارڪر جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

کهياڙو حبيب، ڊيپوڙي چناٽي، ڊيپوڙي رڪن، ڊيپوڙي ملار، شادي پيل، ڊيپوڙي مصري پيل، ڊيپوڙي ولي محمد، ڊيپوڙي طاهراڻي، ساڪريو ڪوس شهميراڻي ڪوس گانڌي سميجو ستاراتي نهڙي، مصري گجو پسارڻيون ۽ ميرو ڪيڄو

**ڊيپر:** تعلقي سانگهڙ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

قاضي عيسيٰ خان رند، ڄام خان مري، حاجي پير بخش راجڙ، حاجي پيارو، حاجي علي خان.

**ڊي- پلاٽو:** تعلقي پڙيا ضلعي نوشهري فيروز جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سونهاري، خاوند ڏنو موريو، شينا، ساتي چانڊيو ڪنب ماڇي، عبدالمجيد ابڙو خيرو اڄڻ، عبدالله ماڇي، فيروز ڏونٽس شرن جو ڳوٺ، اسماعيل بگٽي عالماڻي.

**ڊي- پورٽي** II: ضلعي دادو، تعلقي ميهڙ جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ ڪو به ڳوٺ شامل ڪونهي.

**ڊي. پي شرما** (آرڪيالاجسٽ): ڊاڪٽر ڊي. پي شرما (Dr. D. P. Sharma) ڀارت جو قديم آثارن جو ماهر، ميوزيولاجسٽ (Museologist) ۽ فني مؤرخ (Art Historian) آهي. هن الهه آباد يونيورسٽيءَ مان 'قديم تاريخ' ۾ ايم. اي ڪئي آهي. ساڳيءَ يونيورسٽيءَ مان پروفيسر جي. اين. پانڊي (J. N. Panday) جي رهبريءَ ۾ گنگا جمنا دو آب ريجن جي هيٺئين دوآبي جي فن تعمير (Architecture) تي تحقيق ڪري ڊي. فل (D. Phil) جي ڊگري ورتائين. 84-1983ع ڌاري ڪامن ويلٿ اسڪالرشپ حاصل ڪري، يونيورسٽي آف لنڊن جي انسٽيٽيوٽ آف آرڪيالاجيءَ مان ايم. اي آرڪيالاجيءَ جي ڊگري حاصل ڪيائين. هن انگلينڊ ۾ سسيڪس (Sussex) ۽ فرانس (Pincenent) ۾ ڊاڪٽر مارڪ نيوڪمر (Dr. Mark New Comer) ۽ پروفيسر گورهان (Prof: Gourhan) جي هٿ هيٺ آثارن جي کوٽائيءَ بابت تعليم حاصل ڪئي.



ڊي. پي شرما 1985ع کان 2005ع تائين Harappan & Prehistoric Collection of National Museum جو نئين دهليءَ ۾ سربراهه رهيو 2005ع ۾ ڊاڪٽر پي. ڊي شرما نئشنل ميوزيم ۾ ائسوسيئيٽ پروفيسر مقرر ٿيو هن جا 210 کان وڌيڪ مقالا ۽ 30 ڪتاب ڇپيل آهن. هو هن وقت 'ڀارت ڪلا ڀون وارسٽيءَ' ۾ ڊائريڪٽر طور ڪم ڪري رهيو آهي. سندس ڇپيل ڪتابن مان ڪجهه نالا هيٺ ڏجن ٿا:

1. Early Classical Art of South Asia (2 Vol:).
2. Encyclopedia of Indian Architecture Hindu, Budhist, Jain & Islamic (4 Vols:).
3. Victims of Terrorism.
4. Panorama of Harappan Civilization, Early Harappan & Indu Saraswati Civilization (2Vols:).
5. Harappan Art.
6. Ghumpes of Harappan Archaeology.
7. Prehistoric Art & Archaeology (Vol:I).
8. Harappan Jewellary, Harappan Terracofta & Harappan Seals, Harappan Architecture.
9. Gorvada in Asian Art.
10. Copper Hoard Weapons of South Asia.
11. Museology for Beginner
12. Foundation of Museology.
13. Religion & Social System of Harappan Civilization.
14. Antiquity Laws and Museum Administration.
15. Indus Script on its way to Decipherment.
16. Harappan Science and Technology.
17. Archaeology of Lower Ganga-Jamuna Doab.
18. Bharat ka Puratavattra (Hindi)
19. Lost Sarswati Civilization.
20. Allahabad through the Ages.

ان ڪان سواءِ هن 2010ع ۾ هڙپا تهذيب جي ماڳن تان لڌل ٺڪر جي ٽڪرن ۽ ٿانون جي حوالي سان تفصيلي تحقيق تي مشتمل ڪتاب Harappan Potteries به شايع ڪرائي نالو ڪڍيو آهي.

**ڊي. جي. سنڌ ڪاليج مسيلني (مخزن):** هيءَ ڇهه ماهي علمي ۽ ادبي مخزن، ڊي. جي. سنڌ ڪاليج مان 1901ع ۾ جاري ٿي، جنهن جو باني ساڌو ٽي. ايل. واسواڻي هو جيڪو ان زماني ۾ ڪاليج جو پروفيسر هو مخزن سنڌي، انگريزي ۽ گجراتي ٻولين ۾ شايع ٿيندي هئي. جنهن جا ايڊيٽر ڪاليج جا استاد ۽ اسسٽنٽ ايڊيٽر ڪاليج جا شاگرد يا شاگرديائيون هونديون هيون. مخزن سال ۾ ٻه دفعا فبروري ۽ آڪٽوبر ۾ شايع ٿيندي هئي. هيءَ مخزن 1947ع تائين جاري رهي. هن مخزن جي سنڌي حصي جي ابتدا ۾ هميشه مرزا قليچ بيگ جي شعرجون هي سٽون ڏنل هونديون هيون:

> ٿئين علم ۾ جي ڪامل، ڪر عمل ڪي به شامل،
> عالم نه جي ٿيو عامل، دفتر لکيو ته ڇا ٿيو

هن مخزن ۾ ڪاليج جي شاگردن ۽ استادن ڪانسواءِ سنڌ جي ناميارن شاعرن ۽ اديبن جون تخليقون به ڇپبيون هيون. مخزن جي ادبي حصي ۾ مضمون، ناٽڪ ۽ شعر و شاعري شامل هئي. مخزن جي ليکڪن

۾ پرمانند ميوارام، جيٺمل پرسرام، پيرومل آڏواڻي، جهامن داس ڀاٽيا، ديوان ڪوڙومل، تولارام ٻالاڻي، لعل چند امر ڏنومل، محمد صديق ميمڻ، آسانند مامتورا، آغا تاج محمد، ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽو رام پنجواڻي، منگهارام ملڪاڻي، ڪشنچند بيوس ۽ شيخ اياز جهڙا تخليقڪار شامل هئا.

**ڊي. جي. سنڌ ڪاليج:** سنڌ جو مشهور ڪاليج ڏيارام جيٺمل جي نالي سان ڪراچيءَ ۾ قائم آهي. 1887ع کان اڳ سنڌ ۾ ڪو به ڪاليج موجود نه هو. مئٽرڪ ڪانپوءِ هتان جا شاگرد اعليٰ تعليم لاءِ بمبئي ۽ لاهور ويندا هئا ۽ غريب ۽ مڊل ڪلاس جي شاگردن جي وس جي ڳالھ نه هئي ته هو اعليٰ تعليم حاصل ڪري سگهن. ان سلسلي ۾ ڏيارام جيٺمل، ديوان منارام، ڏيارام گدومل، ديوان واڌومل، فتح چند آتمارام، شيون داس، ٻهرام جي ڪوتوال، سيٺ آلومل، ٽيڪم داس ۽ اُڌم رام مولچند جي ڪوششن سان 'انڊين ايجوڪيشن ڪميشن' سنڌ ۾ ڪاليج کولڻ جي اجازت ڏني، جنهن لاءِ هتان چندو گڏ ڪيو ويو. 19 جنوري 1887ع تي ڪراچيءَ ۾ سنڌ جو پهريون ڪاليج 'سنڌ آرٽس ڪاليج' جي نالي سان قائم ٿيو جنهن جو افتتاح بمبئيءَ جي گورنر لارڊ ري ڪيو. شروع ۾ هي ڪاليج هڪ مسواڙي جاءِ ۾ هلندو هو. 1887ع ۾ 28 شاگرد داخل ٿيا. بعد ۾ ڪاليج بندر روڊ تي رام باغ واري علائقي ۾ ٽن بنگلن ۾ منتقل ڪيو



ويو. ڪاليج جي بنگلي جو نقشو انجنيئر جيمز اسٽريچن تيار ڪيو هو جنهنڪري ڪاليج جي سامهون واري رستي جو نالو 'اسٽريچن روڊ' رکيو ويو. ڪاليج تي هڪ لک 48 هزار روپيا خرچ آيو ماڻهن جي چندي ڪانسواءِ حڪومت به ان ڏس ۾ مدد ڪئي. ڪاليج کي ٺاهڻ لاءِ سڀ کان وڏيڪ ڪوششون ڏيارام جيٺمل ورتيون هيون ۽ ڪاليج جي اڏاوت ۽ بهتريءَ لاءِ چندو به گڏ ڪيو هو ان ڪري سندس لاڏاڻي ڪانپوءِ ڪاليج جو نالو سنڌ آرٽس ڪاليج مان تبديل ڪري 'ڏيارام جيٺمل ڪاليج' (ڊي. جي. ڪاليج) رکيو ويو. 1900-1899ع جي تعليمي سال ۾ هن ڪاليج ۾ 105 شاگرد تعليم حاصل ڪندڙ هئا، جن ۾ مسلمان شاگردن جو انگ ست هو.

ڪاليج جو پهريون پرنسپال ڊاڪٽر آر. ايم وامسلي هو 1888ع ۾ ڊاڪٽر موزز جان جيڪسن پرنسپال مقرر ٿيو ۽ 1907ع تائين ان عهدي تي رهيو. نومبر 1888ع ۾ ٿيل بي. اي جي پهرئين امتحان ۾ ڪل 17 شاگرد شريڪ ٿيا ۽ فقط ٽي پاس ٿيا. پهريون شاگرد واڌومل اوڌارام هو جنهن نومبر 1888ع ۾ بي. اي جو امتحان پاس ڪيو پهريون مسلمان جنهن بي. اي جو امتحان پاس ڪيو سو يوسف علي مانڊي والا هو ۽ بي. اي پاس ڪندڙ پهرين شاگردياڻي مس متالڊا هنٽ هئي. هن ڇوڪريءَ کي اهو به اعزاز حاصل آهي ته بمبئيءَ مان سنڌ جي ڇوڪرين مان هوءَ پهرين ايم. اي



پاس ڪندڙ ڇوڪري هئي. 1901ع ۾ راءِ بهادر ديوان مينارام گدومل جي ڪوششن سان ڪاليج لاءِ هاسٽل اڏي وئي، جنهن لاءِ هن 15 هزار روپيا چندو ڏنو هو. ان ڪري هاسٽل سندس نالي سان 'مينارام هاسٽل' سڏيو ويو. هي ڪاليج ورهاڱي کان به اڄ تائين وڏي اهميت جو حامل آهي. ڊسمبر 1888ع ۾ ڊي. جي ڪاليج ۾ انجنيئرنگ جا ڪلاس شروع ڪيا. هن ڪاليج جو 1917ع کان 1927ع تائين پرنسپال صاحبسنگھ چنداسنگھ شهاڻي رهيو. 1927ع کان 1937ع تائين نارائڻ بالچند ۽ 1937ع کان 1947ع تائين ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي پرنسپال رهيو. ورهاڱي وقت چيتن ماڙيوالا هن ڪاليج جو پرنسيپال هو. هن ڪاليج ۾ سنڌ جي وڏن عالمن ۽ اديبن پڙهيو ۽ هتي پڙهايو به آهي.

**ڊي. جي. سنڌ ڪاليج اميچوئر ڊراميٽڪ ڪلب:** 1894ع ۾ سنڌ ۾ پهرين "ناٽڪ منڊلي" ڊي. جي. ڪاليج ڪراچيءَ ۾ قائم ٿي. هن جي زيرنگرانيءَ 1916ع تائين مستقل ڊراما پيش ٿيندا رهيا. هن ڪلب ۾ مرزا قليچ بيگ جيٺانند ڪلن داس، ديوان ليلارام ۽ شيواسنگ اجواڻي جهڙن ڊراما نگارن جا تصنيف يا تاليف ڪيل ڊراما اسٽيج تي پيش ڪيا. هيءَ ڪلب ويهن سالن تائين ڪراچيءَ ۾ سنڌي ثقافت ۽ تمدن جو پرچار ڪندي رهي.

**ڊي. جي. سنڌ ڪاليج سرسوتي منڊل، ڪراچي:** 1942ع ۾ ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ جي شاگردن ۽ استادن پروفيسر رام پنجواڻي، جيٺانند ناگراڻي، سندس سوٽ ڪشنچند ناگراڻي ۽ ٻين ڊي. جي. سنڌ ڪاليج سرسوتي منڊل نالي هڪ گروپ قائم ڪيو. هن گروپ طرفان جيٺانند ناگراڻيءَ جا مزاحيه ڊراما، گامٹو اڊيٽر، گامٹو بيرسٽر، گامٹو ڊاڪٽر، گامٹو فلم ڪمپني، گامٹو ايم. ايل. اي، گامٹو گهوٽ وغيره پيش ڪيا ويا، جيڪي ليڪ رام پنجواڻيءَ جي سهڪار سان اسٽيج تي پيش ڪندو هو ۽ انهن ڊرامن جا خاص اداڪار به جيٺانند ناگراڻي ۽ رام پنجواڻي هوندا هئا.

**ڊي. جي. سنڌ ڪاليج سنڌي سوشل سرڪل**: سٺ ۽ سترجي ڏهاڪن ۾ هن ڪاليج ۾ پڙهندڙ سنڌي شاگردن، ادبي لکڻين جي چٽاڀيٽيءَ، تقريري مقابلن ۽ سماجي شعور پيدا ڪرڻ لاءِ 'ڊي. جي. سنڌ ڪاليج سنڌي سوشل ورڪ' نالي هڪ تنظيم قائم ڪئي. 68- 1967ع ڌاري هن تنظيم جا عهديدار پريم جگيشيا، عبدالحسين سرائي، اقبال ميمڻ، فهميده ميمڻ ۽ ٻيا هئا.

**ڊي. جي. سنڌ ڪاليج لٽريري ۽ ڊبيٽنگ سوسائٽي**: هيءَ سوسائٽي 1909ع ۾ قائم ڪئي وئي، جنهن جي نگرانيءَ ۾ هفتيوار جلسا ٿيندا هئا، جن ۾ استاد ۽ شاگرد شريڪ ٿيندا هئا. هن سوسائٽيءَ، شاگردن ۾ تقريري مقابلا ڪرايا، ڪين ڳالهائڻ جو فن سيکاريو ۽ پنهنجو نظريو ٻين تائين پهچائڻ جا گُر سيکاريا. هيءَ سوسائٽي ان دؤر جي مشهور عالمن ۽ دانشورن کي گهرائي تقريرن جو بندوبست ڪندي هئي.

**ڊيڊيگاٽو** (ديهه): ضلعي دادوءَ جي تعلقي خيرپور ناٿن شاهه جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ مبارڪ آرائين آباد آهي.

**ڊيڊ** (ذات): ڊيڊ، هندن جي هڪ ذات آهي، جيڪي اصل گجرات ۽ راجپوتانا ۾ رهندا هئا. ڏڪار جي ڏينهن ۾ سنڌ ۾ آيا ۽ ٿرپارڪر ۾ اچي رهيا. مئلن جانورن جون کلون لاهي، انهن مان جتيون ٺاهيندا آهن. هي ديوتائن جي پوڄا ڪندا آهن. اڄ به سنڌ ۾ مختلف هنڌن تي رهن ٿا.

**ڊيري وال** (ٻيڙي): ڊيري وال، ٻيڙيءَ جو هڪ قسم آهي. هيءَ ٻيڙي ڊونڊي ۽ بگوڇڻ جي وچئين ماڊل جهڙي آهي. هن جي آڳل ۽ پاڇل ايتري وريل نه هوندي آهي، پر توري اُپ ڳاٽي هوندي آهي. هن قسم جي ٻيڙي 35 کان 50 فوٽ ڊگهي ٿئي ٿي. هيءَ ٻيڙي بگوڇڻ وانگر ونجهه، ڳن ۽ سڙهه سان هاڪاري وڃي ٿي. هن ٻيڙيءَ جي ويڪر 10 فوٽن کان 20 فوٽن تائين ٿئي ٿي، جيڪا 1200 مڻن تائين وزن کڻڻ جي طاقت رکي ٿي. هيءَ ٻيڙي بار ڍوئڻ جي ڪم اچي ٿي ۽ ساڳئي وقت گهر لاءِ به استعمال ٿئي ٿي. منجهس ٽي ڪوٺيون ٺاهي سگهجن ٿيون. پاڇل واري ڪوٺي بگوڇڻ وانگر وڏي هوندي آهي، جنهن ۾ هنڌ ٿپڙ رکيا آهن ۽ ساڳئي وقت سياري ۾ سمهڻ جي ڪم به اچي ٿي. وچ واري ڪوٺيءَ ۾ عام طرح ٻيڙيءَ وغيره جو رواجي سامان رکبو آهي. هن قسم جون ٻيڙيون ديري اسماعيل خان تائين نظر اچن ٿيون. سکر ڪان مٿي انهن ٻيڙين جو واهپو عام آهي. ان ڪري هن ٻيڙيءَ جي قسم کي 'ڊيره وال' سڏيو وڃي ٿو هن ٻيڙيءَ کي پنڊوچي به سڏيندا آهن.

**ڊيشڪ** (ذات): هيءَ مسلمانن جي غيرسماٽ ذات آهي، جيڪي سنڌ جي مختلف علائقن ۾ رهن ٿا.

**ڊيڪارٽ** (Dekart): مشهور فلسفي ريني ڊيڪارٽ 31 مارچ 1596ع تي فرانس ۾ جائو هن جا فلسفي تي ڪيترائي ڪتاب لکيل آهن. سندس جڳ مشهور چوڻيون آهن ته:

(1) I think therefore I am (مان سوچيان ٿو انهيءَ ڪري مان آهيان.)

(2) 'منهنجو اهو شڪ ته مان آهيان يا ناهيان ئي ثابت ڪري ٿو ته مان هڪ شڪي ماڻهوءَ جي حيثيت ۾ موجود آهيان.'



ڊيڪارٽ کي نمونيا ٿي پئي هئي. ان ڪري هن مشهور فلاسافر ڏانهن راڻيءَ هڪ جرمن ڊاڪٽر موڪليو پر ڊيڪارٽ ان تي اعتبار نه ڪيو. جڏهن ڊاڪٽر ڪيس چيو ته سندس رت جي سيرَ ڪڍي وڃي، ته هن جواب ڏنو "توکي فرينچ رت جي هڪ ڦڙي ڪڍڻ جي به اجازت نه آهي". پر آخر ۾ هن ڪيس اجازت ڏني، جيتوڻيڪ تمام گهڻي دير ٿي وئي هئي، جڏهن هو اکيون ٻوٽي رهيو هو، تڏهن هن ڊاڪٽر کان پڇيو ته، "ڪهڙو وقت ٿيو آهي؟" ڊاڪٽر جواب ڏنو "صبح جا چار ٿيا آهن". ڊيڪارٽ اُٿڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ چيائين، "هي روح جي وڃڻ جو وقت آهي، مان ته هڪ زنده روح آهيان، سچ جي تلاش ۾ آهيان".

هن 11 فيبروري 1650ع تي اسٽاڪ هوم، سويڊن ۾ وفات ڪئي.

**ڊيگهي** (ديهه): تعلقي ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حاجي عبدالڪريم ڪنڌاٽي، عيسيٰ رڪڙو، ذوالفقار آباد، غلام حسين سومرو ۽ حاجي بچل.

**ڊيل** (Hencock): ڊيل، مور (Peacock) جي ماديءَ کي چئبو آهي. بالغ ڊيل خاڪي يا ڀوري رنگ جي ٿيندي آهي. ڊيل جڏهن ڦوهه وهيءَ ۾ ايندي آهي ته هلڪي سائي، ڀوري ۽ خاڪي رنگ جي ٿي ويندي آهي. هن جو پڇ ننڍو ٿيندو آهي، جڏهن ته مور جو پڇ ڊگهو ٿيندو آهي، جنهن ۾ اک جي ٽِڪين جهڙا ڊگها کنڀ ٿيندا آهن. ڊيل بچن کي خطري وقت کنڀن ۾ لِڪائيندي آهي. مور ۽ ڊيلون، دنيا جي مختلف ملڪن ۾ ته ٿين ٿا، پر ڏکڻ ايشيا ۽ خاص ڪري ٿر/ ڪارونجهر جبل (سنڌ) هنن جي پسنديده جوءِ آهي. مور، هند سنڌ جو قومي پکي آهي. لڳ جي موسم ۾ ڊيلون ۽ مور وڏي آواز ۾ رڙيون ڪندا آهن. هنن جو کاڌو ٻوٽن جا حصا، گلن جون پتيون، ٻج، زميني ۽ ريڙهيون پائيندڙ جيت هوندا آهن.



حڪيمن موجب ڊيل جو گوشت رت وڌائڻ، بدن کي ٿلهي ڪرڻ، فالج ۽ لقوي لاءِ فائديمند آهي. ان ڪانسواءِ دستن کي بند ڪرڻ، جگر، معدي، سيني ۽ دماغ جي سرديءَ توڙي سائيءَ ۽ مرگهيءَ ۾ فائديمند آهي. ڊيل جو پِتو اک جي طاقت خاص ڪري شبڪوري، ڦُلي ۽ خارش ۾ فائدو رسائيندو آهي.

**ڊيلٽا** (Delta): ڊيلٽا هڪ اهڙو زميني ٽڪرو (Land form) آهي، جتي درياهه اچي ڇوڙ ڪندا آهن. اها ڇوڙ واري جڳهه ڪا ڍنڍ (Lake) ڪو درياهه (River) يا ڪو سمنڊ (sea) يا ڪو مهاساگر (ocean) به ٿي سگهي ٿو. ڊيلٽا، يوناني ٻوليءَ (Greek Language) جو لفظ آهي، جيڪو ٽڪنڊي (△) شڪل لاءِ ڪتب ايندو آهي. درياهن جي ڇوڙ واري ميدان ۾ جهجهي لٽ ڪنڌين ڊانهن ۽ زميني ميدان ۾ پکيڙي جمع ڪرڻ (Deposition of sediments) واري عمل سان ڊيلٽا ٺهي ٿو. ان علائقي جو نمونو ڍڳي جي پاڃاري (Oxbow) واري شڪل (ᗰ) [يا گهنڊڻيءَ (Billabong) جي شڪل] به اختيار ڪري ويندو آهي ۽ ان ريت وچي سمنڊ سان ملندو آهي. ڊيلٽائي علائقن ۾ درياهي چاڙهون (Channels) ڦاڪن ۾ ورهائجي، بدڪ/ آڙيءَ جي چنبي واري شڪل ٺاهي وهنديون آهن. ڇوڙ واري علائقي ۾ درياهي پاڻيءَ جي وهڪ سست ٿي ويندي آهي، جنهنڪري درياهي لَٽ پنهنجن چاڙهن ۾



پاسن کان وڌيڪ تهه هيٺ اچي ويندي آهي، جنهنڪري درياهي شاخن جي منهن واري (mouths of river) زمين لاهياري (slope) ٿي ويندي آهي ۽ زمين جي ڇوراڻ واري ڇڪ (force of gravity) جي ڪري سمنڊ/ مهاساگر ڏانهن وهڪرو تڪڙو وهندو آهي. ان سان ڀي درياهي چاڙهه (new channel) به جُڙي سگهي ٿي. اهڙو لقاءُ (phenomenon) ٻوڏ واري مند (flood season) ۾ گهڻو ٿيندو آهي. انهن چاڙهن (channels) ۾ پاڻيءَ جي پالوٽ سبب نه رڳو چاڙهن ۾، پر ٻوڏ وارن ميداني علائقن (flood plain) واري زمين لَٽاسجي وڃڻ (sedimented) ڪري مٽيري ٿيندي ويندي آهي. اهڙيءَ صورت ۾ نئين درياهي چاڙهه، سمنڊ سان ميلاپ لاءِ نئون رستو جوڙيندي آهي، جيڪو ويجهڙو ۽ تڪڙو لاهيارو (steeper slope) هوندو آهي. جتي درياهي لَٽ گهڻي هوندي آهي، اتي ڊيلٽا پنهنجيون حدون وڌائيندو ويندو آهي. جهڙوڪ: سنڌو درياهه ۾ لَٽ، درياهه نيل جي پيٽ ۾ جهجهي آهي. ان ريت سنڌو هر سال لکين ٽن لَٽ سمنڊ ڏانهن نيندو ۽ ڊيلٽائي هنڌ (area of deltaic region) وڌائيندو رهندو آهي. سنڌو ندي گذريل 4038 ورهين يعني 2026 ق. م واري سڪندراعظم مقدونيءَ جي سنڌ تي ڪاهه واري دور کان پاتال (موجوده حيدرآباد) کان سمنڊ کي ڏِکي گهٽ پوئتي ڪيو آهي.

هڪ درياهه ان ريت لَٽ ذريعي ميداني علائقا (Alluvial Plains) جوڙڻ سان گڏ ڊيلٽا جون حدون پڻ وڌائيندو رهندو آهي. اهو سڀ ڪجهه انهيءَ درياهه جي ڪاٽ واري صلاحيت (Ability of Erosion) تي ٻَڌل آهي.



وڻ شاخائين ڊيلٽا

ان سان گڏوگڏ چنڊ واري سامونڊي وير (Tidal of Moon) سان منهن ڏيڻ وارا ڊيلٽا جا 'وڻ، شاخائون، وهڪرن' (Dendritic Drainage) تي به آڌاريل آهي، جنهن سان وير (Tides) جو ورتاءُ، لهرن ۽ درياهه سان الڳ الڳ ۽ مختلف هوندو آهي.

**ڇوڙ وارو علائقو:** ڊيلٽا ۾ درياهه انيڪ درياهي ڦاٽن ۾ ورهائجي ويندو آهي ۽ انهن سان سمنڊ ۾ هڪ جار اُٿي ڇڏيندو آهي. درياهي ڊيلٽا جي زمين ڏاڍي زرخيز (Fertile) هوندي آهي. اتي انيڪ نمونن جي پوک ٿيندي آهي، جهڙوڪ: ڪيلو پان، ڪمند، ناريل ۽ ٻيا ڪيترائي ناڻو ڏيندڙ فصل (Cash crop) ڊيلٽائي ماڳن جي اهم پيداوار آهن. پرديسي پکي، مڇي ۽ ٻيا جانور به ڊيلٽا تي ٽڪندا آهن.

ڪڏهن ڪڏهن درياهي سامونڊي پاڻيءَ واري ميلاپ واري هنڌان (Estuaries) درياهي پاڻيءَ جي ڪوٽ سبب سامونڊي پاڻي درياهي ڦاٽن (Channels) مان چڙهي مٿي ايندو آهي ۽ درياهي مٺي پاڻيءَ کي ٻاڙي پاڻي (Brackish Water) ۾ بدلائي ڇڏيندو آهي. اهو انهن ملڪن ۾ ٿيندو آهي، جتي درياهه جي مٿين علائقن يا وچولي ماڳن ۾ مٺي پاڻيءَ جي تمام گهڻي واهپي سبب، ڊيلٽا ۾ گهرج جيترو پاڻي نه ڇڏيو ويندو آهي. ان ڪري اتي جي آبي جيوت، مڇين جا قسم، پکين جا نسل ويندي تمر جا وڻ به متاثر ٿيندا آهن. جو ڪين گهربل مٺو پاڻي نه ملندو آهي، ان لاءِ سنڌ بهترين مثال آهي.

ڊيلٽائي علائقن ۾ ڍنڍيون (Swamps) به پيدا ٿي وينديون آهن. ڪجهه واريون اجوڪيون ڍنڍيون به انهيءَ قديم سنڌو ۽ سرسوتيءَ جي ڪري ٺهيون. جيئن ڪيٽي بندر جا ڊيلٽا درياهه 1226 ع ۾ پنهنجو رستو مَٽائي ويا، پر اهي ڍنڍيون اڄ به پنهنجي اصليت قائم رکنديون اچن. دنيا ۾ بنگلاديش هڪ اهڙو

ملڪ آهي، جيڪو سمورو درياهي ڇوڙ واري هنڌ (مها ڪيٽي) تي جڙيل آهي. اهو سڄو ملڪ گنگا (Ganga) ۽ برهم پترا (Brahumpatura) درياهن جي ڊيلٽا جي گڏيل ڪاوش جو ثمر آهي ۽ دنيا جو وڏي ۾ وڏو ڊيلٽا به اهو آهي، ان ڪري اتي گنگا نديءَ جون منهايون (Mouth of Ganga) به گهٽيون آهن. دنيا جي مشهور درياهن: نيل (Nile)، مسيسيپي (Mississippi)، هوانگ هو (Howang Hoo)، گنگا (Gangas) ۽ برهمپترا جا ڊيلٽا ڏاڍا لاپائتا آهن. جتي هر قسم جي پوک ٿيندي آهي، جتي وڏا ٻيلا به آهن. ۽ انيڪ قسم جي جهنگلي جيوت رهي ٿي.


گنگا نديءَ جون منهائيون

1883ع ۾ 'گرو ڪَرَل گلبرٽ' (Grove karal Gilbert) سڀ کان اڳ 'بونيولا ڍنڍ' (Bonneviella lake) تي ڊيلٽائي قسم (Kinds of delta) وضاحت سان لکيا هئا.

**ڊيلٽائي قسم (Kinds of Delta):** دنيا ۾ ڊيلٽا (ڪيٽين) جا قسم هن ريت آهن.

**غالب لهرن وارا ڊيلٽا (Wave Dominated Deltas):** انهن 'غالب لهرن وارن ڊيلٽائن' ۾ ڪاڌ ڪنڌڙ لهرون، ڊيلٽا جي صورت تي ضابطو رکن ٿيون. انهيءَ ۾ لٽ جي تمام جهجهي انداز ۾ جمع ٿيڻ ۽ وڏي پئماني تي ٿيل ڪاٽ جي ڪري ڊيلٽا، ان لائق هوندو آهي، جو سمنڊ ۾ پنهنجيون حدون وڌائي سگهي. اهو نمونو نيل درياهه (Nile River) جو آهي، جيڪو يونان جي وڏي ڊيلٽا جي طرز تي جڙيل آهي.

**غالب ويرن وارا ڊيلٽا (Tide-Dominated Deltas):** غالب ويرن واري ڊيلٽا ۾ به ڪاڌ وارو عمل اهم ڪردار ادا ڪري ٿو ان ۾ سامونڊي وير جي ڪري


غالب ويرواري ڊيلٽا

پاڻيءَ وارن وڻ شاخائن وهڪرن (Dendritc Drainage) ۽ ان سان گڏ ڪيترين ڪڙين (Dendrites) جي بناوت پڻ نظر اچي ٿي. وير (Tidal)، درياهه (Rivver) ۽ 'غالب لهرن واري ڊيلٽا' سان الڳ الڳ ورتاءُ ڪري ٿي. اها مک ورهائجندڙ شاخن (Mein Distributors) کي نپائي ۽ تاتي ٿي ۽ جڏهن اهو دريا/درياهي، لٽاسجي برباد ٿي وڃي ٿي ته اتان کان هڪ نئين شاخ جڙي ٿي، جيڪا سمنڊ کي ويجهو وڃي ملي ٿي. اها نئين شاخ ٻوڏ واري زماني ۾ يا سامونڊي طوفان ۾ به جڙي سگهي ٿي. ڪجهه وقت کان پوءِ اها نئين شاخ (Channel) به لٽاسجي ختم ٿي ويندي آهي ۽ ان ريت اتان کان ٻيون شاخون نهي پونديون آهن. اهو سلسلو هلندو رهندو آهي ۽ ڊيلٽا وارو هنڌ ڪجهه وقت جتاءُ ڪري پنهنجي شاخائين شڪل بدلائيندو رهندو آهي. اهو انهن درياهن سان لاڳو آهي، جن جي پاڻيءَ ۾ لٽ گهٽ هوندي آهي.

**گلبرٽ ڊيلٽا (Gilbert Deltas):** گلبرٽ ڊيلٽا هڪ خاص قسم ڊيلٽا هوندا آهن، جيڪي وهڪري واري لٽ مان جڙن ٿا ۽ ابتڙ پاسي ڏانهن جيڪي مٽيءَ واريون لاهيون لاهيندا آهن. جهڙوڪ: مسيسيپي درياهه وارو ڊيلٽا.


گلبرٽ ڊيلٽا

**بريٽائون ڊيلٽا (Inland Deltas):** بريٽائون ڊيلٽا، هڪ اهڙو ڊيلٽا هوندي آهي، جيڪا سڌي بريت ۾ مختلف شاخن ۾ ورهائجي پکڙجي ويندي آهي، جتان ان جي شاخن جو پاڻي ٻاڦ بڻجي اڏامي ويندو آهي. جهڙوڪ: 'بوٽسوانا' (Botswana) جي 'اوڪا وينگو ڊيلٽا' (Okavango Delta).


بريٽائين ڊيلٽا

**ابت درياهي ڊيلٽا (Inverted river delta):** ابت درياهي ڊيلٽا اصل ۾ اهڙي بريٽائين ڊيلٽا آهي جو ان جو درياهه ميداني علائقي ۾ وڏي ماٽر (Valley) جوڙيندو آهي، انهي ماٽر/ماٽري ۾ اهو درياهه گهڻ شاخائون ٿي ورهائجي ويندو آهي ۽ وري ماٽري مان نڪري هڪ ٿي گڏجي ڪري سمنڊ تائين سفر ڪندو آهي. اهڙو ميداني علائقو جتي ماٽر نهي ٿي ۽ درياهي شاخون

نهن ٿيون. ان جا مثال اندر ميداني ڊيلٽائون (Inland Delta) آهن. جهڙوڪ: نائيجر ڊيلٽا (Niger Delta) وغيره. درياهه اميزان پاڻ ميراجو ٻيٽ (Marajo Island) ۾ ڇوڙ ڪرڻ کان هڪ اهڙي اندر ميداني ڊيلٽا (Inland Delta) جوڙيندو آهي.

اڄڪلهه سنڌ جو ڊيلٽائي علائقو سامونڊي طوفانن. جڏهن ته ٻراجي علائقو گرميءَ، جر ۽ مٺي پاڻيءَ جي کوٽ واري لپيٽ ۾ اچي ويو آهي. هونئن ته سنڌ ۽ سنڌ جي ڊيلٽا جو ماحولياتي توازن تمر جي ٻيلن ۽ ڪچي جي هر قسم جي اوپڙ جار ڪارڻ برقرار آهي. سنڌ جو ڊيلٽائي حصو. سامونڊي طوفان ۽ تيز هوائن کان سنڌ کي تحفظ مهيا ڪري ٿو. سنڌ جي ٻن ٻراجن: گڊو، سکر ۽ ڪوٽڙيءَ جي وچ وارو ڪچو، گڊوءَ کان وٺي ڪاري چاڻ تائين، درياهه جي ٻنهي ڪنڌين تي اٽڪل 30 لک ايڪڙن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ 6 لک ايڪڙ ٻيلي واري زمين آهي. جڏهن ته ڪچي جي باقي 22 لک ايڪڙ زمين ۾، درياهه جي چاڙهه ۽ اٿل سبب سنڌ جي ڪاٻي توڙي ساڄي طرف جر جو ذخيرو پڻ وڌندو آهي. سنڌ جي خوشحاليءَ لاءِ



سينڌ جهڙي حيثيت رکندڙ سنڌو درياهه ۽ ان جو 30 لک ايڪڙ ڪچو اصل ۾ سنڌ جي وايومنڊل کي سنوارڻ سان گڏ مالوندن. ميربحرن ۽ مهاڻن لاءِ پيٽ قوت جو ذريعو ۽ گڏوگڏ جهنگلي جيوت جي واڌويجهه وارو هنڌ پڻ آهي. ڪچي جي ٻيلي مان لاک. ڪئنور. ماکي ۽ ان جي ڏنڍن ڍورن جا پکي، پن، پٻڻ. ڪُم. ڪوٽيون ۽ اُن مان جڙندڙ انيڪ وِٿون مارو لوڪن جي روزگار جا اهم ذريعا رهيا آهن. ساڳيءَ طرح سنڌ جو ڊيلٽا پڻ درياهه جي سترنهن چاڙن تي پکڙيل آهي. اها ڊيلٽائي پٽي. سنڌو درياهه جي سيرابي علائقي (Catchment Area) مان هزارين سالن کان آندل درياهي لَٽ مان جُڙيل ۽ سمنڊ کان ڇڏايل هنڌ تي قائم آهي. 350 ڪلوميٽرن جي ڊيگهه رکندڙ سنڌ جي ڊيلٽا ۾ هڪ ڪاٿي موجب 300 کن ننڍا وڏا ٻيٽ آهن. جڏهن ته اهڙن ٻيٽن تي 100 کن ڳوٺ پڻ آباد آهن. جن مان ڪراچيءَ لڳ بابا ڀِٽ ۽ شمس ٻيٽن تي وڏيون آباديون رهندڙ آهن. انهن کان سواءِ حجامڙو ڪريڪ کان واڙي ڪريڪ تائين اٽڪل 15 هزار آبادي رهندڙ آهي. جڏهن ته ان کان اڳ ۾ اٽڪل هزار کن ڳوٺ ٻيٽن ۾ موجود هئا. پر سمنڊ ۾ درياهي پاڻيءَ جي مناسب ڇوڙ نه ٿيڻ واري صورتحال سبب کارو پاڻي ڪريڪن کان چاڙن تائين کاهي آيو آهي. ان ڪري پيئڻ جي پاڻيءَ جي کوٽ ۽ مڇيءَ جي انيڪ قسمن جي ختم ٿيڻ سبب سمورا ڳوٺ

هوريان هوريان لڏپلاڻ ڪري رهيا آهن. انهيءَ سبب سمنڊ جي پائڻ ڪري 30 لک ايڪڙ زرعي زمين سمنڊ ڳڙڪائي ڇڏي آهي. سنڌو ڊيلٽا جي انهن 17 چاڙن جي وهڪرن وارا واهڙ ۽ ڍورا وڻ شاخائين شڪل جا آهن. انهن ۾ اٽڪل 6 لک هيڪٽرن تي ٻَڌل ايراضيءَ تي تمر جا ڪيترائي ٻيلا موجود رهيا آهن. اهي تمر جا ٻيلا دنيا جي ڇهين نمبر وڏي تمر جي ٻيلن جي سلسلي ۾ شمار ٿين ٿا. ٻيلن جو اهو سلسلو سامونڊي هوائن کي خاص مقدار ۾ رکڻ کانسواءِ سامونڊي طوفان کان بچاءُ وارو ڀرپور ڪردار ادا ڪري ٿو. سنڌ جي ڊيلٽا ۾ سڀ کان گهاٽن وڻن وارا ٻيلا ڪراچيءَ لڳ موجود رهيا آهن.

**ڊيلز، جارج فرينڪلن:** قديم آثارن جي ماهر جي. ايف. ڊيلز جو پورو نالو جارج فرينڪلن ڊيلز جي. آر (George Franklin Dales Jr) هو. هن



آمريڪي رياست اوهيو (Ohio) جي پنجين نمبر وڏي شهر اڪرون (Akron) ۾ 13 آگسٽ 1927ع ۾ جنم ورتو. هن ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ 1953ع ڌاري آڪرون يونيورسٽيءَ مان 'ڪلاسيڪل علمن' (Classic Studies) ۾ بي. اي ڪئي. هن 1960ع ۾ پينسلوانيا يونيورسٽيءَ مان پي. ايڇ. ڊي جي سند حاصل ڪئي، جتي هن وچ اوڀر جي قديم تاريخ، آرٽ ۽ آرڪيالاجيءَ سان گڏ سميري، اڪادي ۽ هورين (Hurrian) زبانن جي لپين جو اڀياس ڪيو هن جي ڊاڪٽريٽ جي تحقيقي مقالي جو عنوان هو:

"Mesopotamian & Related Female Figurines: There Chronology, Diffusion & Cultural Function."

ڊيلز 1945ع کان 1948ع تائين چين جي سامونڊي فوج (Marine Corps) ۾ ملازمت ڪئي. هن 1957ع کان عراق جي قديم سُميري شهر نيپور (Nippur) ۾ قديم آثارن جي کوٽائيءَ جي مهم ۾ حصو ورتو ۽ پوءِ هن سنڌو ماٿر جي ڪيترن تهذيبي ماڳن جي کوٽائي ڪئي. 1959ع ۾ هن ڏکڻ ايران جي بندر عباس ريجن ۾ آرڪيالاجيڪل سروي ڪئي. 1960ع ۾ پنهنجي زال باربرا (Barabara) ۽ مشهور آرڪيالاجسٽ ڊاڪٽر رفيق مغل سان گڏجي مڪران جي ساحلي پٽيءَ جي تجارتي رستن جي سروي ڪئي. هن 65-1964ع ۾ موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ ۾ حصو ورتو. 1973ع ۽ 1979ع ڌاري ڊاڪٽر ڊيلس بالاڪوٽ ۾ سنڌو ماٿر جي تهذيبي ماڳ جي کوٽائي ڪئي.

ڊاڪٽر ڊيلس 63-1961ع ڌاري ڪئناڊا جي ٽورنٽو يونيورسٽيءَ ۾ خاص ليڪچرار مقرر ٿيو. ان کان پوءِ هو پينسلوانيا يونيورسٽيءَ ۾ اچي اسسٽنٽ پروفيسر (66-1963ع) ۽ پوءِ ائسوسيئيٽ پروفيسر (1972ع- 1966ع) ٿيو. 71- 1970ع ۾ پينسلوانيا يونيورسٽيءَ جي ميوزيم ڏکڻ ايشيا سيڪشن ۾ ڪيوريٽر انچارج ۽ گڏوگڏ ڏکڻ ايشيا ريجنل اسٽڊيز ڊپارٽمينٽ ۾ ڪو چيئرمئن پڻ رهيو. 1972ع واري سال ۾ ڊيلس ڪيليفورنيا يونيورسٽي،

برڪلي جي فيڪلٽيءَ جي ٻن محڪمن: ڊپارٽمينٽ آف 'نيئر ايسٽرن اسٽڊيز' (Department of Near Eastern Studies) ۽ ڊپارٽمينٽ آف سائوٿ ۽ سائوٿ ايسٽ ايشين اسٽڊيز (Department of South & South East Asian Studies) ۾ اڌ اڌ ٽرم (Half time appointment) لاءِ مقرر ٿيو. ساڳيءَ طرح اپريل 1979ع کان ڊسمبر 1980ع تائين هن کي ٻنهي ڊپارٽمينٽ ۾ نصاب متعارف ڪرائڻ لاءِ، ٻنهي ڊپارٽمينٽن جو چيئرمئن بنايو ويو. ان کان سواءِ برڪلي سينٽر فار سائوٿ اينڊ سائوٿ ايسٽ ايشين اسٽڊيز ۾ پڻ 1980ع کان 1982ع تائين چيئرمئن رهيو. 1986ع ڌاري ڊيلس کي 'هڙپن آرڪيالاجيڪل ريسرچ پراجيڪٽ' ۾، ڪيترين يونيورسٽين ۽ ادارن جي سهڪار سان شريڪ ڊائريڪٽرن ۾ شامل ڪيو ويو.

ڊاڪٽر ڊيلس جا ڪيترا تحقيقي مقالا ۽ مونوگراف (Monographs) ڇپيل آهن. ان کان سواءِ هن جو تحقيقي ڪم ڪتابي صورت ۾ پڻ موجود آهي، جن ۾ سندس هيٺيان ڪتاب اچي وڃن ٿا.

1. Excavations of Mohan jo Daro, Pakistan: The Pottery.

هي ڪتاب هن پنهنجي شاگرد جي ايم. ڪنايير (Jonathan Mark Kenoyer) سان گڏجي لکيو هو، جيڪو 1986ع ۾ پينسلوانيا يونيورسٽيءَ مان ڇپجي پڌرو ٿيو.

2. Exploration on the Makran Coast, Pakistan: A Search for Paradise.

هي ڪتاب ڪيليفورنيا يونيورسٽيءَ 1992ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ڊاڪٽر ڊيلس کي سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب ۽ ٻولين جي ماهر طور وڏي اهميت حاصل رهي آهي.

هن 25 اپريل 1992ع تي برڪلي (Berkeley) ۾ وفات ڪئي.

**ڊيموڪرِيٽس** (يوناني فلاسافر): ڊيموڪرِيٽس (Democritius) هڪ قديم يوناني فلسفي (460 - 370 ق. م) هو جنهن ابديرا (Abdera)، ٿريس (Thrace)، يونان (Greece) ۾ جنم ورتو هي سقراط کان اڳ جو (Pre Socratic) هڪ بااثر فلسفي ۽ ليوسيپس (Leucippus) جو شاگرد هو جيڪو ڪائنات جي اٽاٽي نظريي (Attomic Theory) جو موجد هو. هن جي حقيقي ڪوجنائن بابت گهٽ ڄاڻ ملي سگهي آهي، ڇاڪاڻ ته هن جو مواد سندس استاد جي ڪوجنائن سان گڏجي ويو آهي. هن جي اُٿن بابت تحقيق کي اوڻيهين صديءَ ڌاري ٻين يوناني فلسفين کان وڌيڪ مستند سمجهيو ويو. قديم اٿينس ۾ ڪيس هرو ڀرو نظرانداز ڪيو ويندو هو



ڊيموڪرِيٽس کي پنهنجي وڏي معاصر فلسفي ارسطو (Aristotle) جهڙي اهميت نه ڏني وئي. افلاطون (Plato) لاءِ چيو وڃي ٿو ته هو ڊيموڪرِيٽس کي ناپسند ڪندو هو ان ڪري سندس خواهش تي هن جا سمورا ڪتاب ساڙيا ويا هئا، جڏهن ته اڪثر سائنسدانن ڊيموڪرِيٽس کي 'جديد سائنس جو اَبو' سڏيو آهي.

ڊيموڪرِيٽس، ٿريس جي ابديرا شهر ۾ ڄائو هو. اٿينس جي هڪ تاريخدان اپولوڊورس سندس جنم 457 کان 460 ق. م ڄاڻايو آهي، جڏهن ته ٿريليئس هن جو جنم 470 ق. م ڄاڻائي ٿو.

ڊيموڪريٽس جو پيءُ شاهوڪار ماڻهو هو. هن پنهنجي 'ڄاڻ جي اُڃ' (Thirst of Knowledge) پوري ڪرڻ لاءِ ڪيترن ملڪن جا سفر ڪيا، جن ۾ انڊيا ۽ ايٿوپيا شامل آهن.

هن بابلون (Babylon)، ميروءِ (Meroe) ۽ مصر (Egypt) وغيره بابت لکيو آهي، جتي هو پنجن سالن تائين رهيو. هن اعتراف ڪيو آهي ته سندس ڪنهن به همعصر هن جيترا سفر نه ڪيا آهن ۽ نه هن جيترا ملڪ ڏٺا آهن. هن تمام گهڻن دانشورن سان ملاقاتون ڪيون، جن ۾ مصر جا رياضيدان به شامل هئا. پنهنجي جنم ڀوميءَ ڏانهن موٽي اچڻ کان پوءِ هن فطري فلسفي (Natural Philosophy) کي اختيار ڪيو. هن سموري يونان جو سفر ڪري، پنهنجي تهذيب جي ڄاڻ حاصل ڪئي. هن پنهنجين تحريرن ۾ ڪيترن يوناني فلاسافرن جو ذڪر ڪيو آهي، جن جا ڪتاب هن مهانگا خريد ڪيا هئا. متس ليوسيپس جي لکڻين جو وڏو اثر هو. جنهن جو 'اٽائيت' (Atomism) تي وڏو ڪم ٿيل هو. ارسطو ڪيس 'اڳ سقراطي فطري فلسفين' (Pre Socrates Natural Philosophers) ۾ شمار ڪيو آهي.

ڊيموڪرِيٽس چوندو هو ته اٽا مادي جا منفرد جزا، ڦيرگهير کان مٿانهان، ابدي ۽ مسلسل تحرڪ ۽ نظام ۾ آهن. هنن کي آواز، رنگ ۽ ذائقي جهڙيون خاصيتون نه آهن ۽ نه ئي پنهنجي ليکي گڏ ٿي جسم (Bodies) ناهين ٿا، پر انهن جي تحليل هر جسم جو خاتمو آڻي ٿي. هن ڪنهن شيءِ جي حادثاتي طور پيدا ٿيڻ کان انڪار ڪيو.

آخري عمر ۾ ڊيموڪريٽس جي نظر ختم ٿي وئي هئي. هي هميشه خوش طبع ۽ زندگيءَ ڏانهن مثبت سوچ رکندڙ هو ۽ ماڻهن جي بيوقوفين تي کِلندو رهندو هو. ڊيموڪريٽس 90 سالن جي عمر ۾ 370 ق. م جي لڳ ڀڳ وفات ڪئي. ڪيس هميشه 'کِلڻو فلاسفي' (Laughing Philosopher) سڏيو ويندو هو.

**ڏينجر** (ديهه): تعلقي خيرپور ناٿن شاهه، ضلعي دادوءَ جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محب علي، امير بخش ڪوسو، علي محمد پنجابي، محمد حسين پنجابي، حاجي رمضان آرائين، عبدالحميد آرائين، حاجي برڪت علي آرائين، اگڻ راهوجا، حاجي غلام نبي آرائين، حاجي خان لاشاري، صوبيدار پنجابي ۽ علي محمد ڪوناهي.

**ڏينڀ** Cyprinus Carpio: هيءَ ننڍي ڇيلري مڇي آهي، جيڪا پوپريءَ جهڙي لڳي ٿي، پر هن جو رنگ ڳاڙهاڻ مائل هوندو آهي. هيءَ مڇي کائبي آهي. اڪثر ڪري ڏينڀ مڇي سارين جي پاڻيءَ ۾ ٿيندي آهي ۽ لاباري وقت



هاري ماريندا آهن. ميل (ميهڙ- لاڙڪاڻي) واري پاسي ڏينڀ مڇي تري، چانورن جي مانيءَ سان کائڻ ۾ تمام گهڻي سوادي لڳندي آهي.

**ڊينسو هال:** هيءَ تاريخي عمارت انگريزن جي دؤر جي يادگار آهي. جيڪا بندر روڊ ڪراچيءَ تي واقع آهي. هيءَ عمارت 1886ع ۾ ڪراچيءَ جي چيمبر آف ڪامرس جي چيئرمئن مسٽر ميڪس ڊينسو جي ياد ۾ تعمير ڪرائي وئي. هن عمارت جي تعمير لاءِ ڪراچي ميونسپالٽي ۽ چيمبر آف ڪامرس خرچ ڏنو هو. هن عمارت جي مٿئين حصي ۾ هڪ هال آهي.



هن عمارت جو نقشو جيمس استريچن نالي هڪ انگريز انجنيئر ناهيو هيءَ عمارت پبلڪ هال طور ناهي وئي. جنهن کي ڪراچيءَ جي چيمبر آف ڪامرس جي اڳوڻي صدر ميڪس ڊينسو سان منسوب ڪيو ويو. هن هال جي تعمير لاءِ زمين ميونسپل مهيا ڪئي هئي. جڏهن ته ان لاءِ 9000 روپيا چندو گڏ ڪيو ويو هو.

عمارت ۾ ٻه طبق آهن. جن مان هيٺئين طبق تي پڙهڻ جو ڪمرو، لائبريري لاءِ هال ۽ ٻيا مختلف ڪمن لاءِ ڪمرا ٺهيل آهن. جڏهن ته مٿئين طبق تي 30×6 فوٽن جو وڏو هال قائم آهي. جنهن ۾ هڪ ئي وقت 500 ماڻهن جي ويهڻ جي گنجائش آهي. هن مٿئين طبق جي هال ۾ اڀرندي پٽ تي رائو صاحب رامن داس جو تحفي ۾ ڏنل گهڙيال لڳل آهي. جنهن جي بناوت جي لحاظ کان پنهنجي اهميت آهي. عمارت جي بناوت ۾ گذريءَ جو پيلو پٿر استعمال ڪيو ويو آهي. جڏهن ته هال جي مهاڙيءَ تي Tudor نموني جون ونگون ٺهيل آهن. هال جون بالڪنيون ٻاهر نڪتل آهن. اڏاوتي رٿ وينشن گوٿڪ نموني جي آهي. ڊينسو هال ڪراچي جي اهم جڳهين ۾ شمار ٿئي ٿو.

**ڊينگاريو** (ديهه): ضلعي ٿرپارڪر تعلقي ڏيپلي جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

هٽڙائي، پڳاڙيو، ڊينگاريو، گالاهو، ننهائي جو رويو، ڳيڻ ۽ نوريو.

**ڊينگاڙو** (ديهه): شڪارپور ضلعي جي تعلقي ڳڙهي ياسين جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

آٿيءَ جو ڳوٺ، چنن جي واند ۽ ڳوٺ ڊينگاڙو.

**ڊينگاڻ پرڳڙي**[1] (ديهه): ضلعي عمرڪوٽ جي تعلقي ساماري جي هڪ ديهه. جنهن ۾ حاجي دودو رند، شمس الدين پرڳڙي ۽ پنهون خاصخيلي نالي ڳوٺ آباد آهن.

**ڊينگاڻ پرڳڙي**[2] (ڳوٺ): هي ڳوٺ پراڻي ٿرپارڪر جي جيمس آباد تعلقي جو اهم ڳوٺ هو ۽ هن وقت ميرپورخاص ضلعي جي تعلقي ڪوٽ غلام محمد ۾ شامل آهي. هي ڳوٺ سومرن ۽ ڪلهوڙن جي وقت کان اڳ 'جهانجهين مانجهين جو مقام' سڏبو هو. جيڪو پراڻي دوري جي ڪپ تي آباد هو. هن جا قديم نشان شادي پلي اسٽيشن کان اتر اولهه ۾ قبول محمد شاهه جي مقام ويجهو ڏسڻ ۾ اچن ٿا. مشهور پرڳڙي خاندان جي وڏن مان رئيس ذاتي خان پرڳڙيءَ جا فرزند خيرو خان ۽ جمال خان پرڳڙي موجوده ڊينگاڻ ۾ اچي رهيا ۽ ڊينگاڻ پرڳڙيءَ جي ترقيءَ ۾ رئيس ولي محمد خان پرڳڙيءَ جو وڏو هٿ هو. جيڪو سنڌ جي قومپرست سياستدان رئيس غلام محمد خان جو والد هو. هن جو ڊينگاڻ جي ترقيءَ سان گڏ پرڳڙي خاندان جي ترقيءَ ۾ به وڏو هٿ رهيو. اڳني هلي ڊينگاڻ پرڳڙي، عظيم شخصيت رئيس غلام محمد پرڳڙيءَ جي حوالي سان سڃاپڻ لڳو. 1843ع ۾ جڏهن انگريزن سنڌ تي تسلط ڪيو هو ته ڊينگاڻ جا پرڳڙي ٽالپرن سان گڏجي انگريزن سان وڙهيا هئا. جنهنڪري سر چارلس نيپيئر پرڳڙين جون جاگيرون منسوخ ڪري ڇڏيون هيون. جيڪي بعد ۾ ڪرنل ٽروٽ بحال ڪيون. رئيس ولي محمد خان هتي پرائمري اسڪول قائم ڪيو. ڊينگاڻ پرڳڙيءَ جي ان ئي پرائمري اسڪول مان اڳتي هلي رئيس غلام محمد خان پرڳڙيءَ ابتدائي تعليم حاصل ڪئي. هن وقت ڊينگاڻ پرڳڙيءَ جو اهو اوج نه آهي.

**ڊينگاڻ پلي** (ديهه): ضلعي عمرڪوٽ جي تعلقي ساماري جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

عنايت الله پرڳڙي ۽ ولي محمد پنجابي.

**ڊينگو** (ديهه): تعلقي ڀريا، ضلعي نوشهري فيروز جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

دائد ڏکڻ، منو وڳهامل، عبدالرحيم ڪيريو، حسين ڀڳهيو، الهوارايو ناٿج، ڏکڻ ڳوٺ ۽ خدا بخش.

**ڊينگي بخار** (ڪاري مليريا: Dengue Fever): ميڊيڪل سائنس جي تاريخ ۾ پهريون ڀيرو ڊينگي بخار 1779ع ڌاري آفريڪا ۾ ظاهر ٿيو. تنهن کان پوءِ وڏي آفريڪا جي پر وارن ملڪن ۾ پکڙيو. گذريل ٻن ڏهاڪن ۾ هي بخار (بيماري) برازيل، سنگاپور ۽ ايشيا ۾ پکڙجي ويو پر هينئر سيپ کان وڌيڪ هن بخار جي ور چڙهيل جيڪي ملڪ ڏسڻ ۾ اچن ٿا، اهي ڏکڻ ايشيا ۽ پئسفڪ جا ملڪ آهن. شروع ۾ ته هن بخار جو هڪ ئي قسم عام ڊينگي بخار (Dengue Fever) ڏسڻ ۾ آيو پر اڳتي هلي اها سڌ پئي ته هن بخار جو ٻيو به قسم آهي. جيڪو تمام گهڻو مهلڪ آهي. جنهن کي خوني ڊينگي بخار (Hemorrhagic Dengue Fever) چئجي ٿو. جيڪو گهڻي ڀاڱي مريض جي موت جو ڪارڻ بڻجي ٿو. هن قسم جو بخار پهريون ڀيرو 1950ع ڌاري فلپائين ۽ ٿائيلينڊ ۾ ظاهر ٿيو. جنهن ملڪن ۾ تباهي آندي ۽ ڪيترا ماڻهو ڏسندي ڏسندي مري ويا ۽ ڊاڪٽر هن نئين قسم جي بخار جي بچاءَ لاءِ ڪجهه به نه ڪري سگهيا.

پاڪستان ۾ پهريون ڀيرو 2006ع ۾ هن بخار منهن ڪڍيو. نئين بيماريءَ هجڻ ڪري ملڪ ۾ وڏي ڦڙڦوٽ پئجي وئي. بيماريءَ بابت گهڻي

جاڻ نہ هجڻ ڪري ڏسندي ڏسندي ڪيترا مريض موت جو بک بڻجي ويا. هن وقت تائين هيءَ بيماري پنهنجي پرپور سگهہ سان قائم آهي.

هوميوپيٿيءَ جي علاج جي طريقي ۾ بہ ارڙهين صدي عيسويءَ جي آخر ۾ هن بخار جو پڙاڏو ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. هن بخار جي علاج جي حوالي سان پرپور جاڻ اڻويهين صديءَ جي ابتدا ۾ ماهر ڊاڪٽر وليم بورڪ جي 'مٽيريا ميڊيڪا' ۾ ملي ٿي. هن وقت تائين هن بخار جي علاج لاءِ هوميوپيٿيءَ ۾ 50 کان مٿي دوائون موجود آهن. (وڌيڪ ڏسو: ڊينگي مڇر)

**بيماريءَ جا سبب Aetiology:** ڊينگي بخار ٻن قسمن جي مڇرن جي چڪ پائڻ سان ٿئي ٿو. ميڊيڪل سائنس جا ڄاڻو ان ڳالهہ تي اڄ تائين قائم آهن تہ ڊينگي بخار 'ايڊيز آئيجائيپٽي' مڇر جي ڪري ٿئي ٿو.

**بيماريءَ جي اوسر Incubation:** ڊينگي مڇر ايڊيز Ades جي چڪ پائڻ کان ڊينگي بخار چئن پنجن ڏينهن بعد ظاهر ٿئي ٿو.

**(ت) ڊينگي بخار جا قسم Types of Dengue Fever:** ڊينگي بخار جا ٻہ قسم ٿين ٿا ۽ هر بخار جون علامتون ۽ علاج بہ الڳ الڳ آهن.

(I) عام ڊينگي بخار Dengue Fever (DF)

(II) خوني ڊينگي بخار Haemorrhagic Dengue Fever (HDF)

**(I) عام ڊينگي بخار جون علامتون (Clinical Symptoms):** عام ڊينگي بخار ايترو مهلڪ نہ آهي. بخار جو وقتائتو ۽ درست علاج ڪجي تہ هفتي اندر مريض چاڪ ٿي ويندو آهي.

عام ڊينگي بخار جون علامتون هي آهن:

(1) مريض کي اوچتو سرديءَ سان بخار ٿيندو آهي ۽ تکڙو وڌي 105 کان 106 ڊگري فارنهائيٽ تي وڃي پهچندو آهي (يعني مريض جي جسم جي گرميءَ جو پَدُ °39 سينٽي گريڊ کان °41 سينٽي گريڊ تائين پهچندو آهي.) عام حالت ۾ بخار ساندهہ ٽن کان پنجن ڏينهن تائين زور هوندو آهي. جيئن ئي بخار گهٽ ٿيندو آهي تہ مريض جو سياٽو بہ گهٽ ٿيندو آهي. اهڙي طرح هفتي جي اندر مريض صحت ۾ بهتريءَ ڏي واپس ورندو آهي.

(2) مريض کي تمام گهڻي سستي، اکين تي ڳهر ۽ غنودگي طاري ٿيندي آهي.

(3) مريض جي دل ڪچي ٿيندي آهي، ڪيس اُبڙڪا ۽ آٽ اوڪارا ايندا آهن ۽ آخر ۾ الٽي ايندي آهي.

(4) مريض کي بخار وارو سڄو عرصو مٿي ۾ بيقرار ڪرڻ وارو سور هوندو آهي.

(5) اکين ۾ سور ٿيندو آهي، جيڪو اکين جي ڪوپي جي پوياں (Retro orbital) هوندو آهي ۽ مريض جون اکيون ڳاڙهيون ۽ سڄيل هونديون آهن.

(6) مريض جي وات جو ذائقو ختم ٿي ويندو آهي، زبان خشڪ ٿي ويندي آهي ۽ ڪيس قبضي ٿي پوندي آهي.

(7) مريض جي بدن جي هڏن ۽ مشڪن ۾ سخت سور ٿيندو آهي، ان ڪري هن بخار کي هڏن پڃڻ وارو بخار (Bone Breaking) بہ چيو ويندو آهي.

(8) مرض گهڻي وڌڻ کان پوءِ هٿن ۽ پيرن جي پٺيءَ تي واڱڻائي ڌبڪ (Petchial Rash) ٿي پوندا آهن ۽ اهي ڌبڪ ٻانهن کان وڌي نڪ تائين پهچندا آهن ۽ پيرن جا ڌبڪ ٽنگن تائين پهچندا آهن.

(9) ليبارٽري ٽيسٽ ۾ رت جا اڇا جزا WBC گهٽ نظر ايندا آهن. Leucopenia Leucocytis هن بيماريءَ جي مضبوط علامت آهي. هڪ صحتمند ماڻهوءَ ۾ عام طور رت جا اڇا جزا 4000 کان 11000 في سي. ايم ٿين ٿا.

**(II) خوني ڊينگي بخار جون علامتون (Clinical Symptoms):** خوني ڊينگي بخار مهلڪ ۽ مريض جي زندگي ڳڙڪائڻ وارو بخار آهي. هن قسم جو بخار ان وقت ٿيندو آهي، جڏهن اڳ عام ڊينگي بخار ۾ ورتل مريض کي بخار دوران ڊينگي مڇر چڪ پائيندو آهي. خوني ڊينگي بخار جون علامتون هيٺ ڏجن ٿيون.

(1) اوچتو مريض تي سخت بخار چڙهندو آهي، جيڪو 102° ڊگري فارنهائيٽ کان تکڙو وڌي °105 ڊگري فارنهائيٽ يا ان کان مٿي وڌي ويندو آهي. هي بخار لاڳيتو ستن ڏينهن تائين ٿيندو آهي. سڄو عرصو مريض کي غنودگي، بي هوشي ۽ ساٽائپ چانيل هوندي آهي.

(2) مريض جي دل ڪچي ٿيندي آهي، وات ۾ پاڻي پرجي ايندو اٿس، الٽي کندو آهي ۽ ڪيس پيٽ ۾ سور ٿيندو آهي.

(3) مريض جو جيرو وڌي ويندو آهي، ان ۾ سوڄ ۽ سور ٿيندو آهي.

(4) مريض جي سڄي بدن، مشڪن، هڏن ۽ پٺيءَ ۾ سخت سور هوندو آهي. پُٺن جي سخت سور ڪري هن بخار کي Saddle Back Fever بہ چوندا آهن.

(5) ليبارٽريءَ ۾ رت چڪاسڻ سان خبر پوندي آهي تہ مريض جي رت مان پليٽيليٽس (Platelets) گهٽ ٿي ويا آهن، ان ڪري مريض جي جسم جي جيوَ گهرڙن (اُٽن) (Cells) ۽ اوجن (Tissues) جي ٽٽڻ جو عمل شروع ٿي ويندو آهي، جنهن ڪري مريض جي جسم مان رت جي ڄمڻ جي خاصيت گهٽ ٿي (Thrombocytopenia) ويندي آهي. هن قسم جي ڊينگي بخار ۾ مريض کي نڪ، واتان، پيٽان، پيشاب ۽ وارن جي پاڙ مان رت ايندو آهي. هڪ صحتمند ماڻهوءَ ۾ 150000 کان 400000 في سي. ايم. پليٽيليٽس هوندا آهن.

(6) مريض جي طبيعت جڏهن گهڻي خراب ٿيندي آهي ۽ علاج ڪارگر نہ ٿيندو آهي تہ مريض جي بدن مان ٻن شين جي تيزي سان گهٽتائي شروع ٿيندي آهي. هڪ طرف مريض جي رت مان اڃا بہ وڌيڪ پليٽيليٽس گهٽ يا تباهہ ٿي ويندا آهن، ٻئي طرف جسم جي پاڻيٺ Plasma رسڻ (Secration) شروع ٿي ويندي آهي. يعني پليٽيليٽس جي تباهي ٿيندي آهي يعني مريض جي رت جون ناڙيون ٽٽي پونديون آهن ۽ مريض جي نڪ، ٻهارن، واتان، پيٽان، رت (معدي ۽ آنڊن Gastro Intestine مان رت) ايندو آهي. مريض کي پيٽان رت اچڻ سان سندس جسم ڪاري رنگ جو (Melna) ٿي ويندو آهي ۽ جسم تي واڱڻائي ۽ نيرا ڌبڪ (Petechial Rashes) ٺهي بيهندا آهن. مريض جي رت جي ناڙين جي ٽٽڻ ڪري ڪيس سڄي جسم ۾ سور جي شديد پيڙا ٿيندي آهي. ان صورت ۾ معجزو ئي مريض کي موت کان بچائي سگهي ٿو.

**(ب) پلازما جو رسڻ Plasma Secretion:** جڏهن عضون جي تهن جي لعابي جهلين (Mucus Membrance) مان قدرتي پاڻيٺ ٻاهر نڪري رسڻ شروع ڪندي آهي تہ نتيجي طور هٿن پيرن تي سوڄ ٿيندي آهي، مريض جو منهن آموسجي ويندو آهي، ڦڦڙن (Pleurorrhoea) ۽ پيٽ ۾ پاڻي (Ascities) پرجي ويندو آهي. هيءَ صورتحال مريض کي موت جي منهن ۾ وٺي ويندي آهي.

**(ت) مريض جون نازڪ حالت وارين علامتون (Dengure Shocks Syndrome):**

(1) مريض جي نبض ڪمزور ٿي، تڪڙا ڌڪ هڻندي آهي ۽ ان جو عمل هر پل گهٽبو ويندو آهي.

(2) جسم جي چمڙي ٿڌي ۽ چيڙهالي ٿي ويندي آهي.

(3) جسم جي گرميءَ جو پد هيٺ ڪرندو ويندو آهي.

(4) جسم برف وانگي ٿڌو ٿي ويندو آهي.

(5) رت جو دٻاءُ (Blood Pressure) گهٽجي ويندو آهي ۽ مريض، پاتال (Hypotension) ۾ هليو ويندو آهي.

(6) مريض جون اکيون ڏرا ڏئي وينديون آهن، منهن جو پنو لهي ويندو آهي. مريض جو ساهه لڪيءَ ۾ وڃي رهندو آهي.

(7) آخر ۾ مريض جو بخار اوچتو لهي ويندو آهي ۽ رت جو دورو (Blood Circulation) تڪڙو گهٽجي ويندو آهي ۽ مريض صدمي (Shock) ۾ هليو ويندو آهي ۽ سندس زندگي پڄاڻيءَ تي پهچندي آهي.

**(ث) بيماريءَ کان اڳ ۾ ۽ پوءِ احتياط وارا اُپاءَ (Preventive Measures)**

**(I) بخار کان اڳ ۾ اُپاءَ**

(1) گهريلو استعمال جو گڏ ٿيل پاڻي، جيڪو زمين هيٺ يا مٿي ٽانڪين ۾ هجي، دٻن يا ڊرمن ۾ هجي، چڱيءَ طرح ڍڪي ڇڏجي ته جيئن مڇر اچي اتي واڌويجهه نه ڪري سگهن.

(2) گهر جي درن ۽ درين کي مڇرن کان بچاءَ وارين سنهيون جارِيون هڻائجن ۽ گهر ۾ چڱيءَ رح مڇر مار دوائن جو ڦوهارو ڪجي، اليڪٽرڪ ڪوائل ۽ گلوب وغيره ٻارجي.

(3) سمهڻ لاءِ مڇر داني ڪتب آڻجي.

(4) گهر ۾ پوکيل گلن ۽ ٻوٽن، يا ڪوندين ۾ مڇر مار ڦوهارو ڪجي.

(5) گهر ۾ تازي ۽ صاف پاڻيءَ جو دُٻو به ٺهڻ نه ڏجي. هي احتياط سڀ کان اهم آهي.

(6) ڊينگي بخار کان بچڻ لاءِ سماج سڌارڪ وارا اُپاءَ وٺڻا پوندا، جن بابت ڊاڪٽر ريڊيو، ٽي. وي ۽ اخبارن ذريعي عوام کي آگاهه ڪندا آهن.

**(II) بيماريءَ کان پوءِ اُپاءَ:**

(1) جڏهن ڪنهن کي ڊينگي بخار ٿئي يا بخار جون علامتون ظاهر ٿين ته هڪدم ليبارٽريءَ مان رت جي ٽيسٽ (چڪاس) ڪرائجي. رت جا اڇا جزا W.B.C ۽ پليٽيليٽس گهٽ هجن ته اڇن جزن ۽ پليٽيليٽس جي پورائيءَ جو علاج ڪجي.

(2) بيماري (بخار) ظاهر ٿيڻ شرط ڪنهن ويجهي ڊاڪٽر ساڻ صلاح مشورو ڪري علاج ڪرائجي، طبيعت گهٽي خراب ٿيڻ تي مريض کي اسپتال پهچائجي.

**ڊينگي مڇر**: ڊينگي بخار جو مڇر فليو ويرائيڊاءِ Falviviridae ڪٽنب سان تعلق رکي ٿو جنهن ڪٽنب ۾ ٻن قسمن جا مڇر ڊينگي بخار جا ڪارڻ بڻجن ٿا. هڪ جو نالو ايڊيز آئيجائيپٽي (Ades Aegypti) ۽ ٻئي جو نالو ايڊيز البوپڪٽس Ades Albopictus آهي، پر سڀ کان وڌيڪ هن بخار جو ڪارڻ ايڊيز آئيجائيپٽي آهي. هي مڇر دنيا جي سمورن مڇرن کان وڌيڪ مهلڪ ۽ نقصان پهچائيندڙ آهي. هي مڇر بدني بناوت جي لحاظ کان آسانيءَ سان سڃاڻي سگهجي ٿو. هي مڇر قد ۾ ڊگهو جسم ۾ پريل ۽ ان جي پٺيءَ تي ڪارا ڌبڪ ٿين ٿا. ان ڪري ڪيترن ملڪن ۾ هن مڇر کي چيتو مڇر Tiger Mosquito به چيو وڃي ٿو هي ڏسڻ ۾ پوائتو ۽ چڪ پائڻ ۾ ڦڙتيلو آهي.

مليريا جي مڇر وانگر انسان تي حملو مادي مڇر ڪري ٿي. هن مڇر جي چڪ پائڻ ڪانپوءِ ڊينگي بخار جو اهو ساڳيو طريقو آهي، يعني انساني رت مڇر جي رت جي ناڙين وسيلي مڇر جي جيري ۾ پهچي ٿو جئن ڪان پنجن ڏينهن اندر هي رت روڳي Infectius بڻجي وڃي ٿو ۽ ان ۾ ڊينگي جا هزارين جيوڙا جنم وٺن ٿا. پوءِ روڳي رت مڇر جي معدي ۽ پوءِ لعابدار غدودن (Salivery Glands) ۾ پهچي ٿو. ان بعد مڇر جي ڇڪ پائڻ سان لعابدار غدودن مان اهو روڳي رت انساني جسم ۾ داخل ٿي ڊينگيءَ جو بخار ڪري وجهي ٿو.



ڊينگي مڇر سوجهري ۾ صبح جو 6 وڳي کان 9 وڳي اندر ۽ شام جو 4 وڳي کان سج لٿي کان اڳ حملو ڪري ٿو.

**(الف) مڇر جي پرورش جي جاءِ:** ڊينگي مڇر کي پرورش لاءِ تمام ٿوري جاءِ، تازو ۽ صاف پاڻي، تازي هوا ۽ ڏينهن جي روشني گهرجي. هن مڇر جي رهڻ لاءِ ڪنهن سڪي جيتري پاڻيءَ جو دٻو ڪافي آهي. هيءُ مڇر شهرن ۾ پاڻيءَ جي خالي دٻن، خالي بوتلن، پراڻن نلڪن. بنگلن ۽ گهرن جي زميني ٽانڪين، پلاسٽڪ ۽ ڌاتوءَ مان ٺهيل پاڻيءَ جي ٽانڪين، گلن جي ڪوندين، پتين، سينگار، گهرن ۾ ٽنگيل گلدستن ۽ برسات جي تازي گڏ ٿيل پاڻيءَ ۾ رهي ۽ واڌ ويجهه ڪري ٿو.

ٻهراڙيءَ جي مقابلي ۾ شهرن ۾ هن مڇر جي وڌيڪ پرورش ٿئي ٿي. ٻهراڙيءَ ۾ رڳو اهي ماڻهو هن مڇر جو شڪار ٿين ٿا، جن جا گهر واهن جي ڪپن، کوهن ۽ تازي پاڻيءَ جي ويجهو آهن. سرديءَ جي مقابلي ۾ گرميءَ جي موسم ۾ هن مڇر جي واڌ ويجهه گهڻي ٿئي ٿي. ان ڪري هي بخار سرديءَ جي ڀيٽ ۾ گرميءَ ۾ گهڻو ٿيندو آهي. (وڌيڪ ڏسو: ڊينگي بخار)

**ڊينمارڪ** (Kingdom of Denmark): ڊينمارڪ هڪ آزاد آئيني ۽ موروثي بادشاهت آهي. هتي پارلياماني طرز جي حڪومت قائم آهي. بادشاهه يا راڻي رياست جا مملڪتي اڳواڻ (هيڊ آف اسٽيٽ) ۽ هٿياربند فوج جا سپريم ڪمانڊر هوندا آهن. حڪومت جو اڳواڻ وزير اعظم هوندو آهي. پارليامينٽ ۾ اڪثريتي پارٽي جي ليڊر کي بادشاهه/راڻي وزيراعظم نامزد ڪندا آهن. پوءِ

وزيراعظم بادشاه / راڻي ۽ پارليامينٽ جي منظوريءَ سان پنهنجي ڪابينا جوڙيندو آهي. قانونسازيءَ جو اختيار پارليامينٽ جي ميمبرن ڪي هوندو آهي، جيڪي مختصر عرصي لاءِ چونڊيا ويندا آهن.

هن وقت ڊينمارڪ جي مملڪتي اڳواڻ راڻي مارگريٽ 11 آهي. جڏهن ته وزيراعظم لارس لوڪي راسموسين آهي.




ڊينمارڪ 1940ع ۾ آزادي ۽ خودمختياري حاصل ڪئي. ڊينمارڪ جي گاديءَ جو هنڌ ڪوپن هيگن آهي. هن جي پکيڙ 43،076 چورس ڪلوميٽر آهي. هتان جي سرڪاري ٻولي ڊينش (جرمن) آهي. هتان جي ڪرنسي ڪرون (krone) آهي. 2011ع جي انگن اکرن مطابق هتان جي آبادي 5،564،219 آهي. ڊينمارڪ ڪي گڏيل قومن جي اداري (U.N.O) جي ميمبرشپ 14 آڪٽوبر 1945ع تي ملي هئي. هتان جي وڏن شهرن ۾ آرمس، اوڊينسي، آلبورگ، اسبجرگ، ڪولڊنگ، هڊسنڊ، راندرز، نائي ڪوينگ ۽ هيلسنگور شامل آهن. هتان جو سڀ کان مٿانهون هنڌ ڊينگ اسڪووهوج آهي، جنهن جي بلندي 173 ميٽر آهي. ڊينمارڪ جو هڪ پاڱي ٽيون حصو ٻيٽ نما جٽلينڊ Jutland تي مشتمل آهي. ڊينمارڪ جي اوڀر کان اولهه طرف ڊيگهه 402 ڪلوميٽر (150 ميل) ۽ اتر کان ڏکڻ طرف ويڪر 362 ڪلوميٽر (225 ميل) آهي. بالٽڪ سمنڊ ۽ اتر سمنڊ ۾ ٻه وڏا ٻيٽ فائن ۽ سجليند ڪانسواءِ 482 ٻيا ٻيٽ به ڊنمارڪ جي ملڪيت آهن. انهن ٻيٽن مان 100 ٻيٽ آباد آهن، باقي غير آباد آهن. ڊينمارڪ سنئون ۽ ميداني ملڪ آهي، يعني ٻه پاڱي ٽي حصو سنئون- زرخيز ۽ زراعتي علائقو آهي. هتان جي مکيه زرعي پيداوار: جوَ پٽاٽا ۽ ڪڻڪ آهي. مکيه صنعتون فوڊ پروسيسنگ، دوائون، سائيڪلون، ڪاغذ، ڪچو لوهه، ڪير ۽ مکڻ وغيره آهن. هتي ڪوپن هيگن، آرمس، آلبورگ، ۽ اوڊيسي نالي سان چار وڏا بندر آهن. ڊينمارڪ جي اتر ۾ سڪا ڪي راڪ آبي گذرگاهه، اوڀر ۾ ڪيٽي گيٽ آبي گذر گاهه ۽ بالٽڪ سمنڊ، ڏکڻ ۾ جرمني ۽ اولهه طرف اتر سمنڊ آهي. هن ملڪ ۾ موسم خوشگوار ۽ سرد هوندي آهي. سردين ۾ سخت سردي ۽ برفباري ٿيندي آهي.

هتان جي قومي هوائي ڪمپنيءَ جو نالو اسيڪنڊ ينيوين ايئر لائينز آهي. جتان جي انتظامي ورهاست 14 ڪائونٽين ۾ ٿيل آهي.

ڊينمارڪ جي ڪوپن هيگن يونيورسٽيءَ جا پروفيسر پائر آسڪو پرپولا ۽ سيموئل پرپولا. سنڌو لکت جي مهرن تي وڏي وقت کان ڪم ڪري رهيا آهن، جيڪو ڪتابي صورت ۾ شايع ٿي چڪو آهي.

**ڊيوڊراس:** انگريز سياح ڊيوڊراس اسڪاٽ جو جنم 1837ع ڌاري بشائر ۾ ٿيو. سندس والد مسٽر راس ان وقت ڪرنل جي عهدي تي فائز هو. ڊيوڊ ڊراس جاگرافيءَ جي ڊگري حاصل ڪئي ۽ ناليوارن جاگرافيدانن ۾ سندس شمار ٿيندو هو. هن ڪئمبرج انٽرنيشنل ايجوڪيشن مان اعليٰ تعليم حاصل ڪئي، ان ڪري پنهنجي نالي پويان سي آءِ اي (C.I.E) لکندو هو اهڙيءَ طرح هو برطانيه جي رايل جاگرافيڪل سوسائٽيءَ جو فيلو به رهيو. ان ڪري F.R.G.S به پنهنجي نالي پويان لکندو هو. ڊيوڊ راس ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ ۾ ڀرپور سرويئر مقرر ٿيو ۽ سندس خدمتون ريلوي ڪاتي جي حوالي ڪيون ويون. جڏهن ريلوي نظام جڙي رهيو هو ته مختلف شهرن ۽ رياستن ۾ ڪم ڪندو رهيو. ريلوي نظام جي جڙڻ ڪانپوءِ ڪيس ريلوي ۾ ٽرئفڪ مئنيجر طور مقرر ڪيو ويو. ان سلسلي ۾ هن سنڌ، پنجاب ۽ دهليءَ ۾ خاص طور خدمتون سرانجام ڏنيون. ڊيوڊ سنڌ ۾ ڪافي عرصو رهيو هو. هن لاهور ۾ به ڪافي وقت گذاريو ۽ سنڌ ۽ پنجاب ريلوي ڪاتي ۾ به ڪم ڪيائين. هن پنهنجون يادداشتون، تجربا ۽ مشاهدا به لکيا آهن. سندس ڪتاب
The land of the five rivers and sindh (sketches, historical and description)
1883ع ۾ لنڊن مان شايع ٿيو آهي. ان کان سواءِ ڪجهه ٻيون به هن اهم معلوماتي رپورٽون لکيون هيون، جيڪي وقت به وقت بمبئي حڪومت وٽ جمع ڪرايون هئائين. هن جي ڪتاب 'پنجن درياهن جي سرزمين ۽ سنڌ'، سنڌ ۽ پنجاب بابت انتهائي معلوماتي ڪتاب آهي، جنهن ۾ سنڌ ۽ پنجاب جي تاريخ، تهذيب، سنڌو درياهه بابت معلومات ۽ شهرن جي ڄاڻ انگن اکرن سان پيش ڪئي وئي آهي. هن سنڌ بابت لکيو آهي ته. "سنڌ سنسڪرت ٻوليءَ جي لفظ 'سنڌوءَ' مان ورتل آهي، جنهن جو مطلب آهي درياهه يا سمنڊ. سنڌو درياهه جي حساب سان ملڪ جو نالو به سنڌ سڏيو ويو. جيڪو نالو غالباً آرين حملي آورن کان به اڳ پيو هو. پر مسلمانن جو خيال آهي ته هند ۽ سنڌ حضرت نوح جا ٻه پٽ هئا، جن جي اولاد هنن ملڪن تي ڪيترن سالن تائين حڪومت ڪئي."

ان دور جي سنڌ جي جاگرافيائي حدن بابت ڊيوڊراس لکيو آهي ته. "سنڌ جيڪا هن وقت بمبئي پريزيڊنسيءَ جو حصو آهي. ان جي اتر ۽ اوڀر ۾ خان آف قلات (بلوچستان) ۽ بهاولپور جون رياستون اچن ٿيون. اولهه طرف راجپوتانا، جيسلمير ۽ جوڌپور جون مقامي رياستون آهن ۽ ڏکڻ ۾ ڪڇ جو رڻ ۽ عربي سمنڊ آهي. صوبي جي ڪل پکيڙ خيرپور رياست سميت 56،632 چورس ميل آهي. سنڌ جي آدمشماري اٽڪل 22،400،000 يا ايڪيتاليهه ماڻهو في چورس ميل آهي. جن مان اڪثر مسلمان آهن ۽ باقي هندو آبادي آهي. سنڌي گهٽ ڪري ڏگها، طاقتور ۽ اڪثر غيرتمند ۽ جهڳڙالو آهن. اهڙيءَ طرح سنڌ جي جاگرافيءَ ۾ جبلن جي قطارن، ڪوهستان، لکي پهاڙن، ڊنڊن، ڍورن ۽ نئين وغيره ڪي پنهنجي مشاهدي

۾ آندو آهي. مطلب تہ ڊيوڊ راس جو ريلوي کاتي دوران سنڌ، پنجاب ۽ هندستان جي ٻين شهرن سان رابطو ۽ واسطو رهيو. هن هر لحاظ کان ملڪي ۽ شهري حالتن تي نظر رکي ۽ مشاهداتي ۽ مطالعاتي انداز ۾ سندس ڪتاب بهترين معلومات پيش ڪري ٿو. ڊيوڊ راس هندستان مان بدلي ٿيڻ ڪانپوءِ آسٽريليا هليو ويو، جتي پرٽ ۾ رهڻ لڳو.

ڊيوڊ راس، آسٽريليا ۾ 54 سالن جي عمر ۾ 11 آڪٽوبر 1891ع تي وفات ڪئي.

**ڊيوڊورس سائڪيولس**: يونان جو مشهور تاريخ نويس ڊيوڊورس سائڪيولس، سِسلِيءَ جي شهر اگائيريم ۾ عيسوي سن کان هڪ صديءَ اڳ پيدا ٿيو هو ۽ سن 30-60 ق. م تائين زنده هو. هن يونوچ سمنڊ جي ملڪن جي تاريخ 'ببلو ٿيڪا هسٽاريڪا' چاليهن جلدن ۾ لکي. هن مواد گڏ ڪرڻ لاءِ ڪافي سفر ڪيا. سندس تاريخ تي لکيل 40 جلد ضايع ٿي ويا، پر پهريان چار جلد ۽ 19 ۽ 20هون جلد بچي ويا. پوين ٻن جلدن ۾ 302-480 ق. م واري عرصي جو بيان آهي، جنهن ۾ دارا جي مرڻ کان پوءِ اخيمينين جو زوال، سڪندر جي سنڌ تي ڪاهہ ۽ سڪندر جي مرڻ کان پوءِ سندس حڪومت جي ٽڪرا ٽيڪرا ٿيڻ، سنڌ ۽ هند ۾ چندرگپت موريا جي حڪومت واري قيام وارو عرصو اچي، وڃي ٿو. برصغير سڪندراعظم سان وابسته حصا، مئڪرنڊل پنهنجي ڪتاب Invasion by Alexander (1896ع) ۾ ترجمو ڪري، 36 صفحن تي شايع ڪيا، جن مان ڏهہ صفحا سنڌ بابت آهن، جن ۾ موسيڪنس سلمبس، پارٽيڪئنوس، هرماٽيليا، پٽالا، لسبيلي ۾ ماڻهن جي تدفين، هندستاني فلاسافر ڪالانوس بابت ذڪر آهي. ڊيوڊورس، ٽالمي ۽ ارسٽوبولس ۽ ڪلائٽارچس جي تاريخ بہ شامل آهي، جيڪا ايوين بيان نہ ڪئي هئي، پر ڪرٽيس ڪم آندي آهي. ان ڪري ٽئي تنهي تاريخ نويسن: ايوين، ڊيوڊورس ۽ ڪرٽيس جا بيان هڪجهڙا آهن.

ڊيوڊرس پنهنجي ڪتاب ۾ سنڌ جو احوال هن طرح لکيو آهي، "اولهہ سنڌ جي بادشاهہ سامبس جي شڪست کان پوءِ سڪندر 80 هزار سنڌي قتل ڪرايا. هن پاران هرماٽيليا شهر جو پٽالا شهر کان اڳ ۾ بيان ڪرڻ ڏيکاري ٿو تہ هرماٽيليا سيوهڻ ۽ پٽالا جي وچ ۾ هڪ وڏو شهر هو.

ڊيوڊورس بابت هڪ ڪتاب C. Brand Ford Wells لکيو هو جيڪو لوئب ڪلاسيڪل لائبرري، لنڊن مان Diodrus of Sicily نالي سان 1963ع ۾ شايع ٿيو ان ۾ ڊيوڊورس جو سنڌ جي باري ۾ احوال ۽ ان زماني جي سماج جو هڪ عڪس بہ موجود آهي.

**ڊيوئارٽ باربوسا** (Duarte Barbosa): مشهور سياح ڊيوئارٽ باربوسا پورچوگيزي هو. پورچوگيزي هندستان جي سامونڊي ڪنارن تي واپار ڪندا هئا. اهڙي قسم جي واپارين، ارغونن، ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي حڪومت ۾ سنڌ ۾ واپار سانگي اچڻ شروع ڪيو ۽ ٺٽي ۾ تجارتي ڪوٺي بہ قائم ڪئي. هنن سنڌ جي ارغون حڪمران شاهہ حسن وٽ بہ ملازمت ڪئي، پر جڏهن عيسيٰ خان ترخان هنن کي ٺٽي ۾ چڙهي بکر ويو تڏهن پورچوگيزن ٺٽي ۾ وڏي تباهي آندي. ڊيوئارٽ باربوسا بہ انهن ۾ شامل هو. هن 1516ع ۾ هرمز ڪاريءَ کان گجرات تائين سمنڊ رستي سفر ڪيو جڏهن پورچوگيزن مغلن کان اجازت وٺي ٺٽي ۾ ڪوٺي قائم ڪئي تہ ڊيوئارٽ باربوسا، لاهري بندر تي پهتو ۽ اتان ٺٽي آيو جتي تمام گهڻو وقت رهيو هي سنڌ جي ٻين شهرن ۾ بہ رهيو هن گهڻو سفر درياهہ رستي ڪيو هن درياهہ جي ٻہ وارن شهرن، واپار ۽ زراعت جو تفصيل سان ذڪر ڪندي لکيو آهي تہ: "سنڌ ملڪ وچان هڪ درياهہ سمنڊ ڏانهن وڃي ٿو جنهن درياهہ جي پاسن تي ڪيترا آسودا ۽ خوشحال شهر آباد آهن. زمين پلي ۽ زرخيز آهي. ڪٽڪ، جوَ ۽ گوشت جا ذخيرا آهن، منجهس ڪاڌ خوراڪ ججهي آهي."

سنڌ جي وڻج واپار جو ذڪر ڪندي ڊيوئارٽ باربوسا لکي ٿو تہ: "هندستان جي باقي حصن ۽ ٻين ملڪن سان سنڌ جو گهڻو واپار هلي ٿو خاص ڪري هتي ڪپڙو ايترو تہ تيار ٿئي ٿو جو واپار لاءِ جيڪي بہ جهاز ايندا آهن، تن کي پرڻ لاءِ اهو ڪافي آهي. انهن شين تي جيڪو محصول ٿئي ٿو سو بہ هڪ لک رپيا آهي."

سنڌ جي گهوڙن جو ذڪر ڪندي ڊيوئارٽ باربوسا لکيو آهي تہ: "سنڌ جا ماڻهو گهوڙن پالڻ جا ڏاڍا شوقين آهن. مالڪ گهوڙن کي ڪاڏو نهايت سنو کارائيندا آهن ۽ شاهوڪار ماڻهو ڏاڍي شوق ۽ آب تاب سان پنهنجن گهوڙن کي سهڻن ۽ قيمتي سنجن سان سينگاريندا آهن. سنڌ جا گهوڙا جيتوڻيڪ سنها ۽ هڏاوان ٿين ٿا، پر ڏاڍا مضبوط، تيز رفتار ۽ غير معمولي طاقتور ٿين ٿا."

سنڌ ۾ مڇيءَ جي پيداوار جو ذڪر ڪندي هو لکي ٿو تہ: "سنڌ ۾ مڇي وڏي مقدار ۾ ماري وڃي ٿي، مقامي وڪري کان پوءِ بچي پوي ٿي، جنهن کي ٻاهرين ملڪن ڏانهن موڪليو وڃي ٿو. مڇيءَ مان تيل بہ ڪڍيو وڃي ٿو جيڪو ٻيڙين ناهڻ ۾ ڪم اچي ٿو."

ڊيوئارٽ باربوسا گهڻو عرصو ٺٽي ۾ رهيو ان ڪري ٺٽي جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ: "هيءَ هڪ وڏي آباديءَ وارو شهر آهي، جنهن ۾ ڏيڍ لک کن گهر آهن. هڪ ئي گهر ۾ ڪيترا ڪٽنب گڏ رهن ٿا ۽ جيڪڏهن هي ماڻهو پورچوگيزن وانگي رهن تہ شهر جي زمين کان پنجوڻي زمين بہ هنن لاءِ پوري نہ ٿئي. هتان جو بندرگاهہ، هندستان جي سموري پيدائش جهڙوڪ: سون، چاندي ۽ موتي وغيره مهيا ڪري ٿو."

ڊيوئارٽ باربوسا جو 1815ع ۾ سنڌ متعلق لکيل سفرنامو، پهريون ڀيرو 1865ع ۾ انگريزيءَ ۾ ترجمو ٿيو ۽ ٻيو ڀيرو 1918ع ۽ 1921ع ۾ ٻن جلدن ۾ لنڊن مان شايع ٿيو.



# ڍ

**ڍاٽڪي (سنڌي ٻوليءَ جو لهجو):** سنڌي ٻوليءَ جي ڍاٽڪي لهجي کي ’ڍاٽي‘ ۽ ’ٿري‘ نالن سان بہ سڏيو وڃي ٿو. هن لهجي جي مکيہ زمين ٿر، خاص طور ٿر جو ڍاٽ وارو علائقو آهي. ڍاٽڪي، مارواڙيءَ سان بہ ويجهڙائپ رکي ٿي. ڍاٽڪي ڳالهائيندڙ سيني لهجن وارا هڪ ٻئي جا لهجا سمجهن ٿا. عمرڪوٽ، مٺي، ننگرپارڪر، نئين ڪوٽ ۽ سانگهڙ طرف رهندڙ ڍاٽين جو لهجو ۽ حرفي هڪجهڙائي سنڌي ٻوليءَ سان 74 سيڪڙو ملندڙ آهي، جڏهن تہ مارواڙيءَ سان 80 سيڪڙو کان 83 سيڪڙو ميل کائي ٿي. ٿري ڍاٽڪي ۽ راجستاني ڍاٽڪيءَ ۾ 88 سيڪڙو هڪجهڙائي آهي. ٿرپارڪر طبعي طور ستن ڀاڱن: ڍاٽ، سامروٽي، وٽ، ونگي، پارڪر، ڪانٽڙ ۽ ڪنٺي ۾ ورهايل آهي، جنهن سبب هر ڀاڱي ۾ ڍاٽڪيءَ کي پنهنجو پنهنجو ننڍو لهجو (Sub Dialect) آهي. مجموعي طور ٿر ۾ ڳالهائي ويندڙ ٻوليءَ کي ٽن لهجن: سنڌي ٿري لهجي، ڍاٽڪي لهجي، پارڪري لهجي ۽ مارواڙي لهجي ۾ ورهايو ويو آهي. سنڌ اندر ٿر ۽ هندستان جي علائقي راجستان ۾ هن ٻوليءَ جو تمام گهڻو واهپو آهي. ٿر ۾ رهندڙ ٺڪر، سونارا، مهراج، واڻيا، سوٿهڙ، ميگهواڙ، راهما، نهڙي، سميجا، ڀيل، ٻجير، ڪنير، مگريا، آريسر، ملاح ۽ ٻيون اڪثر مسلمان ۽ هندو جاتيون هيءَ ٻولي گهريلو ٻوليءَ طور ڳالهائين ٿا. ڍاٽڪي لهجي وارا اڪثر اسم پنيان ’يو‘ ملائي مخاطب ٿيندا آهن. مثال طور: سومار کي سوماريو، واحد کي واحديو وغيره.

ڍاٽڪي لهجو ڳالهائيندڙ ڪيترا ماڻهو حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ سميت مختلف شهرن ۾ تعليم، ملازمت ۽ روزگار سان لاڳاپيل آهن. هي معياري سنڌي بہ درست ڳالهائين ٿا.

ڍاٽڪيءَ ۾ شاعري بہ گهڻي ٿيل آهي، جنهن کي مائي ڀاڳيءَ سميت ڪيترن ٿري فنڪارن دنيا ۾ متعارف ڪرايو آهي. ٿر جا مشهور لوڪ گيت: ڏورو ۽ چرمي وغيره بہ ڍاٽڪيءَ ۾ آهن. سنڌ ۾ هي لهجو ڳالهائڻ وارن جو تعداد گهڻو هو پر 1947ع جي ورهاڱي کان پوءِ ڪيترا ماڻهو لڏي ويا. هندستان جي جيسلمير واري حصي ۽ سنڌ جي ٿر واري حصي ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. اڄڪلهہ ڍاٽڪي توڙي پارڪريءَ ۾ اشاعت جو ڪم بہ ٿئي ٿو ڍاٽڪيءَ ۾ ڪتاب ۽ رسالا پڻ شايع ٿي رهيا آهن. ريڊيو (مٺي ايف. ايم) تي بہ ڍاٽڪيءَ ۾ پروگرام نشر ٿيندا رهن ٿا. ڍاٽڪي لهجي جي ٿرواري علائقي مان مائي ڀاڳي، مراد فقير، شفيع فقير، ٻيو فقير، صادق فقير، برڪت فقير، پڳڙو ناچين، ڪريم فقير، رجب فقير ۽ ٻيا ڪيترا راڳي شهرت ماڻي چڪا آهن. ڍاٽڪيءَ جا مشهور شاعر، اديب باغ علي شوق (راجستان)، بانڪيداس چارڻ ۽ ٻيا مشهور آهن.

**ڍاٽي:** هن ذات وارا اوسواڙ هندن مان آهن. جن مان اڪثر جين ڌرم جا پوڄاري آهن. هن ذات وارا ڀارت جي جيسلمير ۽ ٻاڙمير ضلعن ۾ رهن ٿا. اُٺ پالڻ سندن ڪِرت آهي.

**ڍاٽي اُٺ:** اٺ جو هيءَ نسل ٿرجي ’ڍٽ‘ واري علائقي ۾ ٿيندو آهي. هي اٺ قداور، بارگير ۽ پنڌ جا تکا ٿيندا آهن. ڍاٽي اُٺ ۽ اُٺڻ/ ڏاچيءَ جي هلت، وهڪ ۽ سواريءَ جو انداز منفرد هوندو آهي. ٿر ۾ هاڻي آمدورفت ۽ ٽرانسپورٽ جي جديد سهوليتن سبب اٺن پالڻ جو شوق گهٽجندو ٿو وڃي، ان ڪري اُنن جو هيءَ نسل ناياب ٿيندو وڃي ٿو پاڪستان ۾ ڍاٽي اُٺ جي قيمت لکن روپين تائين ٻڌائي وڃي ٿي.



عبدالقادر جوڻيجي پنهنجي هڪ مقالي ۾ ڍاٽي اُٺ ۽ ڍاٽڻ اُٺِ جون وصفون بيان ڪيون آهن. جنهن موجب ڍاٽي اُٺ بُت جو ڳرو، شڪل جو سهڻو ۽ هلڻ ۾ ائين جڻ ناچو نچندو هجي. جڏهن اڃا لاريون (گاڏيون) هن پٽ ۾ نہ آيون هيون تہ ٿر جا سادا ستابا ماڻهو ڍاٽي اٺن تي سفر ڪندا هئا. فيصلن ۽ شادين مرادين جي موقعن تي ڍاٽي اُٺن جي سواري شاهي سواري ڪري ليکبي هئي ڍاٽي اٺ جي برعڪس ڍاٽڻ اُٺ شِڪل ۾ بڇڙي ٿئي، اُن جو منهنجو چُوسالڙو ۽ پير ڏڦر ٿيندا آهن. ڍاٽي اُٺ قد ۾ ننڍو. پر هلي ائين جڻ گولي چُٽي.

ڍاٽڻ اُٺِ جڏهن ڪير ڀياڪ گنئوري يا توڏي هوندي آهي تہ مالڪ امتحان لهڻ لاءِ چڱيءَ خاصي ڪڏ کوٽي گنئوري کي ڪڏ ۾ وجهي. مٿان سندس ماءُ ٻيهاري ڇڏيندا آهن. جڏهن گنئوري کي بُک لڳندي آهي تہ اها ماءُ جي ٿڻن کي پهچڻ لاءِ ڪڏ مان ٻاهر نڪرڻ لاءِ ٽپ ڏيندي آهي. جي گنئوري ماءُ جي آواز تي ڪڏ مان ٽپ ڏئي ٻاهر نڪرڻ ۾ ڪامياب وئي تہ مالڪ امتحان ۾ ڪامياب سمجهي. ان کي سکيا ڏيندو آهي ۽ جي نہ نڪري سگهي تہ ان کي ٻين عام اٺن جي وڳ سان گڏ ڇڏي ڏيندا آهن. ماءُ جي کير ڇڏائڻ کانپوءِ گنئوري کي سائو گاهہ چرڻ نہ ڏنو ويندو آهي. ڇاڪاڻ تہ سائو گاهہ چرڻ وارو اٺاٺو وهٽ ڏکيءَ ۽ تکي پنڌ ۾ سهڪي پوندو آهي. ان ڪري ڪيس سُڪو چارو ڏنو ويندو آهي. ٻين اٺن جي نسبت ۾ ڍاٽي اُٺ کي پاڻي گهٽ ڏنو ويندو آهي تہ جيئن اُڃ جي ٻاهہ کي برداشت ڪري سگهي ۽ ڊوڙ دوران وچ رستي ۾ ڪٿي بہ پاڻيءَ جي ضرورت محسوس نہ ڪري. ان کان سواءِ ڍاٽي اُٺِ کي مختلف ۽ سهڻين چالن سيکارڻ بدران يڪي رُنب (سراڙي) ڊوڙ تي هيرايو ويندو آهي. ڍاٽي اُٺِ تي

عام چڙهيءَ يا سواريءَ وقت پاڪڙي جي پوئين حصي کان ويهبو آهي. جيئن هلڻ وقت سوار کي لوڏا ۽ جهٽڪا محسوس نہ ٿي سگهن. پر يڪيءَ ڊوڙ، رُنبَ ۾ پاڪڙي جي اڳئين حصي کان ويهبو آهي. جتان ڪِرڻ جو خطرو نہ هوندو آهي. يڪي رُنب ۾ جيڪڏهن غلطيءَ سان سوار پوئين چوڪ تي وينو تہ ڏاچڻ اُنِ کيس اُڇلائي ڇڏيندي آهي.

ڏاچي اٺ کي ٻن سالن يا ڏيڍ سال جي عمر ۾ سکيا ڏني ويندي آهي. ڏاچي اُٺَ کي هلڻ جا ڪيترائي قسم سيکاريا ويندا آهن. ڏاچڻ اٺ جي مقابلي ۾ ڏاچي اُٺَ جي سواري ڏاڍي آرامده هوندي آهي. ڊوڙ ۾ ڏاچي اُٺ پنهنجو مٽ پاڻ هوندو آهي. پر رنب ۾ ڏاچڻ اُٺ ڪانئس گوءِ کٽي ويندي آهي. ان ڪري پراڻي زماني ۾ لڙائيءَ ۽ لوڙهين لاءِ ڏاچڻ اُٺ تي سواري ڪئي ويندي هئي.



عبدالقادر جوڻيجي جي لکڻ مطابق اڳئين زماني ۾ ڏاچڻ اُٺ جنگ ۾ استعمال ٿيندي هئي. اها ميلن جا ميل بنا ڪنهن ساهي پٽڻ جي ڊوڙندي آهي، يا ائين ڪٿي چئجي تہ "ڪنوڻ وانگر ڏجندي آهي".

ايران، افغانستان مان ايندڙ حملي آور ويڙهو قومون گهوڙن تي چڙهي جڏهن سنڌي ڪنڌ تي حملو ڪنديون هيون يا دهليءَ ۾ ويٺل حڪمران راجستان تي حملو ڪندي، موجوده ڀارت جي روهتڪ علائقي يا موجوده پاڪستان جي 'خيرپور ٽامي والي' علائقي کان هيٺ ٿر ۾ لهندا هئا تہ راجستان جا راجپوت ڏاچڻ اُٺين تي چڙهي، حملي آورن سان ڇتي ويڙهہ ڪري پوئتي هٽندا هئا ۽ حملي آور ڪٽڪيون ڪاٺي، پنهنجا گهوڙا ڏاچي اٺين جي پويان لائيندا هئا. اٺين راجپوت حملي آورن جي گهوڙن کي ٿر جي گجگاهہ واريءَ ۾ وٺي ويندا هئا. دراصل اهي راجپوت حملي آورن کي ڏوڪوڏٽي، ٿر جي بياباني علائقن ۾ وٺي ويندا هئا. جتي نہ پاڻيءَ جي سهولت هوندي هئي ۽ نہ وري رستن جي سُڌ. تنهنڪري انهن حملي آورن جا گهوڙا اُڃ وگهي مري ويندا هئا ۽ سپاهي بہ رُلي ويندا هئا. جنهنڪري اڪثر راجپوت قبيلا ڌارين قومن کي هارائيندا رهيا ۽ پاڻ ڏاچي اُٺن ذريعي پوري راجستان ۾ حڪومت ڪندا هئا.

هندستان پاڪستان کان اڳ پاڻي راجپوت ڏاچي ڏاچين تي چڙهي، اوپر طرف راجستان جي آباد علائقن ۽ اولهہ طرف سنڌ ۾ اچي ڌاڙا هڻندا هئا. اهي ڪنوڻ وانگر راڄن مٿان اچي ٽُٽندا هئا ۽ ڀينگ ڪري وري ڪنوڻ وانگر وڃي وڙندا هئا. پاتين جي حڪمرانيءَ جو ڳڙهہ جيسلمير هو. سنڌ ۾ ان وقت سما بہ لوڙهيون هڻندا هئا.

ٻاڪاسر جو ٻڙونت سنگهہ پنهنجي زماني جو مشهور ڌاڙيل ٿي گذريو آهي. ان لاءِ ڍاٽڪيءَ ۾ ڪيترا لوڪ گيت بہ ملن ٿا. جن مان هڪ جو مفهوم هن ريت آهي تہ:

"ٻڙونت سنگهہ جڏهن هڪل ڪري ڏاچڻ اٺ تي چڙهندو آهي تہ ڳائيندڙ پکي چُپ ٿي ويندا آهن. واري وڄندي آهي، وڻ ڏڪندا آهن. نانگ ٻرن ۾ لڪي ويندا آهن. آسمان ڳاڙهوٽي ويندو آهي ۽ مالوند ماڻهو پنهنجي مال مان چڙا ڇوڙي ڇڏيندا آهن."

ٻڙونت سنگهہ جي ڏاچڻ ڏاچي جتي جتي پنهنجو پير رکي مٽي کٽندي آهي تہ سنڌس قدمن جي نشانن مان ٻاهر جا اُلا ٻڙڪو ڪائيندا آهن "اچي پيو اچي پيو ٻاڪاسر جو ٻڙونت سنگهہ اچي پيو". زمين آسمان هڪ پيا ٿين. پڇڻ جون گهٽيون بند آهن. نہ آسمان جي چانورهي آهي ۽ نہ زمين پيرن هيٺان رهي آهي."

هڪ روايت مطابق راٺور رات وچ ۾ 100 ميل ڪري مومل وٽ جنهن اُٺ تي ايندو هو سو اُٺ پڻ ڏاچي هو

سنڌ ۾ پاٽي ڌاڙيلن ڏاچي ڏاچين تي سوار ٿي آخري ڌاڙو 1953ع ڌاري ميرپورخاص جي پر ۾ شادي پليءَ جي آسپاس هنيو هو ۽ پل پر ۾ ڀَٽ ڀَهاري، ڏاٺين تي سوار ميهن واءِ ڪندا، بارڊر ڪراس ڪري ويا هئا. آخرڪار ڀارت جي حڪومت پاتين کي روزگار جا سنا موقعا ۽ وسيلا پيدا ڪري ڏنا، جنهن ڪانپوءِ پاتين، ڏاچي اُٺين جي ڀُني ڇڏي. جوڻ ۾ اچي ٿو تہ هندستان، پاڪستان بارڊر تان اسمگلنگ بہ ڏاچي اُٺن تي ٿيندي هئي. اهڙن اُٺن کي 'بليڪي اُٺ' چيو ويندو هو. جيڪي رات جي پيٽ ۾ بارڊر جي ڀَرسان پاسي کان مطلب جي ڳالهہ پوري ڪرائي، وڏي ويلي سنڌ جي علائقن ڏانهن اچي ويندا هئا.

مقامي ماڻهن جو چوڻ آهي تہ ڏاچي اُٺ کي ڏهر ۾ هڪ گوڏو ٻَڌي، چرڻ لاءِ ڇڏبو آهي، ٻيءَ صورت ۾ ان کي ڳولڻ مشڪل ٿي پوندو آهي.

**ڏاٽيئڙو (لوڪ گيت):** ڏاٽيڙو، ٿرپارڪر جو هڪ لوڪ گيت آهي. جيڪو عام طرح ڏنار، مال چاريندي ڳائيندا آهن. هن لوڪ گيت جو پسمنظر هن ريت آهي تہ: ڪجهہ عرصو اڳ ٿرپارڪر جي ڏٽ واري حصي جو ڪو ڏاٽيڙو، لاباري جي موسم ۾ پورهيي سانگي وچي ناري جي ڀَٽ ۾ نڪتو. هو سهڻو جوان هو. اتفاق سان ڪا وڏ گهراڻي ڇوڪريءَ مٽس عاشق ٿي پئي. آخر اها خبر ڇوڪريءَ جي مائٽن کي پئي، جن هن جوان کي ڪيس ۾ اڙائي، جيل ۾ هٽائي ڇڏيو. ڇوڪريءَ کي جڏهن اها خبر پئي تہ فراق ۾ آلاپڻ لڳي تہ 'هيلوڪوري آءُ' (يعني هڪ وار وري آءُ) چوڻ لڳي. جيڪو هن گيت جي وراڻيءَ ۾ ڪم آندو ويو آهي. ڏاٽيڙي جو هڪ بند هيٺ ڏجي ٿو:

سارو تان سيارو، مون گنديءَ ۾ گذاريو،<br>
رليءَ جي رولاڪي، ماريو ڙي ڏاٽيئڙا!<br>
هيلوڪووري آءُ

**ڏاڏاٺو (ديهہ):** تعلقي ناري، ضلعي خيرپورميرس جي هڪ ديهہ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محمد علي آرادين، واحد بخش راڄپر ۽ ڏنو سيمپو

**ڏادڙ** (ذات): تعلقي ميهڙ، ضلعي دادوءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

شاهه محمد سوڏڙ، عبدالهادي، ڏيرا ڳوٺ، ڪينر جي مياڻي، خالي چارو، ستار ڏنو ماڇي، رضا محمد رند، حاجي واهه ۽ غلام نبي ڪوسو.

**ڏاڏي** (ذات): ڏاڏي مڱڻهار آهن، جيڪي سُرندي تي راڳ ڳائي لاڳ وٺندا آهن.

**ڏاڏي**: ڏاڏي، لٺيءَ جي جلائو ڪاٺيءَ کي به چئبو آهي. ڏاڏي، آلي هوندي به جلدي ٻري ويندي آهي. هيءَ ڪاٺي ڀهراڙين ۾ عام جام ملندي آهي.

**ڏارا**: ڏارا ذات وارا ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**ڏارو راند**: هي راند جو هڪ قسم آهي. هيءَ راند ماضيءَ ۾ بادشاهه به وڏي شوق سان کيڏندا هئا. اڄڪلهه سنڌ جي ڪجهه علائقن ۾ گهٽي دلچسپيءَ سان ڏاري راند کيڏي وڃي ٿي. سنسڪرت ۾ ڏاري کي 'آڪش' چئبو آهي، جنهن جي بي معنيٰ 'اک' به آهي. هن وقت جيڪي ڏارا عام طور ڪم اچن ٿا، سي ڪافور جا ٺهيل هوندا آهن ۽ انهن تي انگن جا نشان اک جي نموني نڪتل هوندا آهن. قديم زماني ۾ عاج جا ڏارا هوندا هئا، انهن ۾ دغابازي ڪري شيهو ڳاري وجهندا هئا، ته جيئن ڏارا اهڙيءَ طرح ليٽن جو داءُ ڪٿي سگهجي.



موهن جي دڙي جي آثارن سان 'چڪي' جهڙا چوڪور ڏارا لڌا ويا آهن، جيڪي ميوزيم ۾ رکيل آهن.

رگ ويد جي منڊل ستين (6/86) ۽ منڊل ڏهين (1/34) ۾ ڏارن لاءِ 'وييتڪ' لفظ ڪم آيل آهي، جنهن کي سنڌيءَ ۾ ڀهيڙو/ ڇٽيو چئبو آهي. آڱرن، ڀهيڙن ۽ هريڙن کي گڏي 'ترڦلو' چئبو آهي. اڳي هن راند لاءِ ڀهيڙن جون ڪکڙيون ڏاري طور ڪم ايندڙ هيون، اهي ڪکڙيون رنگ جون پوريون ٿين ٿيون. هن وقت ڏاري راند ۾ ٽي ڏارا ڪم اچن ٿا ۽ هر هڪ تي انگ نشان ٺيل هوندا آهن.

پروفيسر مئڪڊونيل ۽ ڪيٿ مطابق اڳي ڏارن تي انگ نشان ٺيل نه هوندا هئا، جنهنڪري کٽڻ ۽ هارائڻ جي سڏ ڏارن جي تعداد مان پوندي هئي. اڳي هيءَ راند ڪيئن ٿيندي هئي؟ ان لاءِ ڊاڪٽر انباش چندر داس 'رگ ويدڪ ڪلچر' ۾ ڄاڻايو آهي ته هن راند لاءِ زمين ۾ ٽوري کڏ 'ديوان ايرڻ' کوٽبي هئي، پر اها گولين راند هئي. ڪجهه يورپي محققن جي تحقيق موجب: ڏاري راند لاءِ تختو يا ميز هوندي هئي، ان ميز ۾ کڏ هوندي هئي، جنهن ۾ ڪکڙيون وجهي پونديون هيون، جيئن 'بليئرڊ' راند ۾ گولا ڪپڙي جي ڳوٿرين ۾ پوندا آهن.

'رگ ويد' ۾ ڄاڻايل آهي ته، هن راند جو اُصول اِڪيءَ ۽ ٻڌيءَ تي ٻڌل هو ۽ ٻڌيءَ وارو کٽندو هو جيڪي ڪکڙيون 'سچ' ۾ پونديون هيون، تن مان جيڪڏهن 'چونڪ' (چار چار داڻا) ٺهندا هئا ته ان کي 'ڪرت' (karta) سڏيندا هئا، جيڪڏهن ٽنڻ (ٽي داڻا) ٺهندي هئي ته ان کي 'تريتا' ۽ ٻنڻ (ٻه داڻا گڏ) کي 'دواپور' سڏيندا هئا، جيڪڏهن 'سچ' ۾ ڪنهن جو داڻو ئي هڪڙو پوندو هو ته اهو داڻو 'ڪلي' (Kali) ڪوٺبو هو.

راند ۾ جيڪو هٽ اچليندا هئا، ان کي 'گرهه-گرپ' ڪوٺيندا هئا. راند پوري ٿيڻ کان پوءِ ڏارا ڪنهن دٻليءَ ۾ ڍڪي رکندا هئا ۽ اهو دٻلو 'آڪش وپن' سڏبو هو. هن جوئا ۾ ڌن ۽ چوپايو مال به هارائيندا هئا. پر وقتي گهر واريون به هارائيندا هئا! ماڻهن کي اها جوئا جي نقصانن جا احوال 'اتهاسن' مان ملن ٿا. هن قسم جي راند کي شاهه لطيف به سُر مومل راڻي ۾ ڳايو آهي.

سنڌ ۾ ڏاري راند جي ثقافتي حيثيت جو اندازو ڪن لوڪ گيتن مان به لڳائي سگهجي ٿو. جهڙوڪ: مائي ياڳيءَ جو ڳايل هڪ گيت:

'مون کي جوڳي هٽي ڏي ڏارو، مون کي سامي هٽي ڏي ڏارو.'

سامي ۽ جوڳي ڀهراڙين ۾ ڏارو هٽي، ماڻهن کي قسمت جو حال ٻڌائيندا آهن.

**ڏاروڙو**: سانوڻ مهيني جي آخري اوهيرن، وقتي وسڪارن کي 'ڏاروڙو' چوندا آهن. جيڪو مينهن سانوڻ جي مند ۾ وقتي وسي، بند ٿي وڃي ۽ گهٽو نه وسي، ته ان کي 'ڏاروڙو' چيو ويندو آهي.

**ڏارو ستهه** (ديهه): تعلقي ۽ ضلعي ٽنڊي الهيار جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن:

شاهپور، محمد حسن شاهه، هوت ڏڪڻ، شيخ موسو، جلال ٽيبو، چنڊ مڱڻهار، حافظ عبدالغفار، حاجي عبدالستار، جمعو ماڇي، انور ٻڄاڻي ۽ خان لڪمير.

**ڏاڪري**: ڏاڪري راجپوت نسل جا آهن. روايتن موجب راجا ڏاڪ جو اولاد پاڻ کي ڏاڪري سڏائيندو هو. سندن مؤرث جو نالو پرگو هو، جنهنڪري ڪجهه ڏاڪرا پاڻ کي 'پرگو ونشي' سڏرائڻ لڳا. راجا پرگو اجمير ۾ ابتدائي راڄڌاني قائم ڪئي هئي.

**ڏاڪلو** (ديهه): تعلقي ڇاڇري، ضلعي ٿرپارڪر جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

مينهل بجير، ميگهي جو تڙ، ويرمون ڀيل، هالو ڀيل، رٺڇاڻي، دونهاڙو، انچلي جي ڍاڻي ۽ ماڳيٽو جي ڍاڻي.

**ڏاڳي** (ندي): ڏاڳي ندي، سنڌوءَ جي وهڪري مهراڻي مان نڪرندي هئي، جيڪا ڪلوئي، پاتار ۽ رحمڪي بازار کان اڳتي وهندي، ڪانجي ڪوٽ ۽ وڳهه ڪوٽ کان ٿيندي، اولهه طرف مُڙي سمنڊ سان وڃي ملندي هئي.

شاهه لطيف، سُر ڏهر ۾ هن نديءَ/ وهڪري جو ذڪر هن ريت ڪيو آهي:

ڏاڳي ۽ ڏور، هئي وهن ٻليار ۾،
تاجڙين طور، هئو جسوڏن سين.

**ڏال (ڪتاب)**: هي ڪتاب سنڌ هند جي ناميارِي ليکڪا، شاعر ۽ ڪهاڻيڪار، مايا راهيءَ جو آهي. جنهن ۾ سندس 12 ڪهاڻيون: (1) ڏال، (2) چوڏسي چنڊ، (3) پاڙيتي بابلسي، (4) انجام، (5) قبر ساٿي، (6) مرد آهين ڪين، (7) شمع، پروانو ۽ هوءَ، (8) سي. ڪي، (9) انورٽس، (10) اياڳي پاڳي، (11) هڪ ڦيٿي گاڏي، (12) موڪش ۽ خوف شامل آهن.



ڪتاب تي ڪو به مهاڳ لکيل نه آهي، جڏهن ته بئڪ ٽائيٽل تي نامور ڪهاڻيڪار شيام جئسنگهاڻيءَ 'پناٽي-مايا راهي' عنوان هيٺ لکيو آهي ته:

"سنڌي ادب ۾ ڪن پيدائشي بلوچستانين جي به داخلا آهي، مثلاً: بزرگ گوبند پنجابي، بي مثل هريش واسواڻي، مان (شيام) ۽ منهنجي ديدي مايا راهي. جيڪا رفتار ۾ ڪهاڻيون ۽ ڪويتائون لکڻ ۾ جنبيل آهي." سندس ڪهاڻين بابت شيام جئسنگهاڻي رقم طراز آهي ته، "استري (مايا) ۽ پرش (عورت ۽ مرد) جي رشتن، نفاست، جسماني سپنڊن ۽ انتر من جي گهيرن ۽ گولاين کي ڇُهندي آهي ۽ اهڙين مرڪب چيزن کي لئبارٽريءَ جي روشنيءَ ۾ تپاس لاءِ به ڇڪي آڻيندي آهي. جڳ پُرسڌ چترڪار وان گوگ جا ڪي يادگار چتر آهن: ڪوئلن جي کاڻ ۾ ڪم ڪندڙ، زمين جي تهن ۾ وڃي اجالو ڪري ڪشمڪش ڪرڻ وارن جا، انتظار رهندو جڏهن مايا راهي به ان طرح جي لکار کي مٺ ۾ قابو ڪندي، اونده کي ٽٽوليندي ۽ هٿ ۾ مشعال هوندس." ڊيمي سائيز جي 80 صفحن جو هي ڪتاب، جوالا پبليڪيشن، ٿاڻي (ويسٽ) مهاراشٽر پاران، 2006ع ۾ ڇپيو آهي ۽ ان جي قيمت 100 روپيا آهي.

**ڏالو (ديهه)**: تعلقي ۽ ضلعي ٽنڊي الهيار جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن:

بيگن جروار، منو جروار، پير محمد اسماعيل صادق، محب علي شاهه، مانو برفت، عبدالعزيز ٿيبو، غلام مصطفيٰ ٿيبو پنهون سينهڙو، محمد سينهڙو، ستار ٿيبو جرار ٿيبو، طالب ٿيبو، خدابخش ٿيبو ۽ ڏالو

**ڏاليجا (ذات)**: هي مهاڻا ۽ ملاح آهن، جيڪي سنڌ جي اڪثر علائقن ۾ آباد آهن.

**ڏانچو** (Skeleton): هڏن/ هڏين جو پڃرو، جيڪو انسان توڙي جانور جي جسم جي اندرين عضون جي بچاءَ ۽ جسم جي مضبوطيءَ جو ضامن هوندو آهي. پڃرو ۽ مُشڪن ذريعي عضون کي ڇُرڪڻ ۾ مدد ڏيندو آهي ۽ اهم ترين عضون يعني دل، دماغ، ڦڦڙن وغيره کي پنهنجي پڃري ۾ محفوظ رکندو آهي. پڃري جي ڪنڊي وارن سمورن جاندارن جا ڏانچا هڪ ساخت جا هوندا آهن. جهرڪي، چڇي ۽ انسان کي ڪوڙي ۽ پڃيءَ جي هڏي هوندي آهي،



جيڪا هٿن، پيرن، پاسراٽين سان ڳنڍيل ٿيندي آهي. جن جانورن کي پڃيءَ جو ڪنڊو نه ٿيندو آهي، تن جو ڏانچو مٿئين پاسي هوندو آهي.

**ڏانڊي (ديهه)**: تعلقي ساماري، ضلعي ميرپورخاص جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

دار پلي ۽ علي بخش شاهه

**ڏانڊ (ديهه)**: تعلقي فيض گنج ۽ ضلعي خيرپور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حب علي شر حسن علي شاهه، دودو خاصخيلي، رانجهو مشوري، الهه بخش چانگ ۽ علي مراد خاصخيلي.

**ڏانڊ شاهه (ديهه)**: تعلقي ۽ ضلعي ٽنڊي الهيار جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن:

حاجي جمعو خان بوزدار، حاجي احمد لاشاري، مجنون پيپل، حاجي الهه بخش مگسي، غريب آباد، هدو پٽيل، فضل ڪلوئي، جڙيو ڪلوئي ۽ سونو لاشاري.

**ڏانڊو**: ضلعي ۽ تعلقي مٽياريءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ بچل ورياهه، خليفو يار محمد ۽ محمد شاهه نالي ڳوٺ آباد آهن.

**ڏاڻي**: ٿر جا ماڻهو مال جي سهولت يا زمين جي سار سنڀال لاءِ ڳوٺ يا شهر کان ٻاهر عارضي اُجها ناهي ويهندا آهن. پوءِ ماحول کي بهتر سمجهندي ڪوهه ڪوٽي، اُتي مستقل رهائش اختيار ڪندا آهن. اهڙن ننڍڙن



ٿر جي هڪ ڏاڻيءَ جو ڏيک

ڳوٺن کي ٿر ۾ 'ڏاڻي' چئبو آهي. ٿر جي پارڪر واري علائقي ۾ ڏاڻيءَ کي 'وانديو' به چوندا آهن. ٿر ۾ ڪيترِيون ڏاڻيون آهن، جيڪي مختلف نالن سان سڏيون وڃن ٿيون. مثلاً: پوپن جي ڏاڻي، پُرکي جي ڏاڻي، پيپلن جي ڏاڻي، الياس جي ڏاڻي، همير جي ڏاڻي وغيره. ڪي ڏاڻيون آباديءَ جي وڌڻ سان وڏا ڳوٺ بڻجي پونديون آهن.

**ڏب گهوڙي (راند)**: هن راند ۾ پنجن کان ڇهن ٻارن جون به ٽوليون ٿينديون آهن. سڀ کي جي ٽاس سان هڪ ٽوليءَ وارا وڻ يا پٽ ۾ منهن هٿي هڪ بئي پليان پنهنجي اڳئين ساٿيءَ جي چيله ۾ ٻک هٿي هڪ پاسي ڪنڌ هيٺ ڪري بيهندا آهن. آڳ وِنڻ واري ٻي ٽوليءَ جو هڪ همراهه ڊورو پري کان ڊوڙي ٽپو ڏئي ڪبڙي ٿيل ساٿين کان مٿي وڃي پهرئين بيٺل همراهه جي پٺيءَ تي ويهندو آهي. ان جي پٺيان واري واري سان آڳ وٺندڙ ساٿي ٽپو ڏيئي پنهنجي ويٺل ساٿين جي پٺيان پنهنجي ساٿيءَ کي ڀاڪر وجهي ويهندا آهن.

ان دوران انهن کي خبرداريءَ سان ٽپ ڏئي اهڙيءَ طرح ويهڻو آهي، جيئن پوئين ايندڙ ساٿيءَ کي ويهڻ جي جاءِ ملي وڃي. جڏهن سڀ ساٿي سلامتيءَ سان ويهي ويندا ته ان آڳ ڏيندڙ ٽولي جا ساٿي جيسين ٽڪي چڙهڻ جو اعلان نه ڪندا، تيستائين اهي سوار ويٺا رهندا. جيڪڏهن ٽڪي چڙهي ته سڀ لهندا ۽ ٻيهر وري ساڳيو عمل ڪندا. پر جيڪڏهن آڳ وٺندڙن مان ڪو به ٻار ٽپو ڏئي نه سگهيو ۽ ڪري پيو ته آڳ وٺڻ وارن کان ڄڻ هنن هارايو ۽ اهي وڻ يا پٽ ۾ منهن هٽي ڪبڙا ٿي هڪ ٻئي کي ٻڪ وجهي ٻيهندا ۽ ڪٽيندڙ ڌر کي وارو ڏيندا.

**ڏٽ/ ڍاٽ**: هي ضلعي ٿرپارڪر جي وچ وارو علائقو آهي، جنهن کي سنڌيءَ ۾ 'ڏَٽ' ۽ ڍاٽڪيءَ ۾ 'ڍاٽ' سڏيو ويندو آهي. عام طور ٿر ٻن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي، هڪ ڏٽ/ ڍاٽ: جنهن ۾ ٿر جو وارياسو ڀٽن وارو علائقو اچي ٿو ۽ ٻيو پَٽ، جنهن ۾ سنئين، سڌي، سخت زمين ۽ ميداني علائقو شامل ڪري سگهجي ٿو.

هندستاني تاريخدانن، مهتا ميٽتي، منشي ديوي پرشاد، پنڊت گوري شنڪر اوجها ۽ لڪشمي ڪماري ڪونڊوات ۽ ٻين نندي ڪنڊ جي ريگستان کي ٻن حصن ۾ ورهايو آهي. هڪ راجپوتانه ۽ ٻيو ڍاٽ. راجپوتانه، هندستان ۾ ايندڙ سموري ٿر کي ۽ ڍاٽ، سنڌ واري ٿر کي سڏيو آهي.

تاريخي لحاظ کان ڏٽ/ ڍاٽ تي راجپوت سوڍن حڪومت ڪئي ۽ اڃا تائين اهو خاندان گادي نشينيءَ جو سلسلو جاري رکندو اچي. ڍاٽ/ ڏَٽ جي گاديءَ جو مرڪز امرڪوٽ (عمرڪوٽ) رهيو آهي. پاڪستان ٺهڻ کان هڪ سال اڳ 1946ع ۾ راڻي چندرسنگهه کي ڍاٽ جي راجپوتن پنجويهين راڻي جي حيثيت سان تاجپوشي ڪري گاديءَ تي ويهاريو هو. سندس وفات ڪانپوءِ هن وقت سندس پٽ راڻو هميرسنگهه، ڍاٽ جو ڇويهون راڻو مقرر ڪيو ويو آهي.

ٻيءَ روايت موجب ڍاٽ/ ڏٽ، قديم عشقيه داستان جي ڪري به مشهور آهي، اهو 'ڍولا مارو' جو عشقيه داستان آهي، جنهن کي ٿري لوڪ داستانن ۾ وڏي اهميت حاصل رهي آهي. ڏٽ جي هن لوڪ روايت کي پذيرائي ان ڪري به ملي، جو سنسڪرت جي مشهور گرامر نويس عالم 'پاڻني' هن لوڪ قصي کي گرامر جي اصولن ۽ قاعدن هيٺ سنسڪرت ۾ تحرير ڪيو.

تاريخي روايتن مان معلوم ٿئي ٿو ته ڌوم راجا جي ونش مان آبو جو پهريون راجا سڌوراج، ڏهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ ٿي گذريو آهي، ڪيس نوَ (9) پٽ هئا، جن کي هن پنهنجو راڄ ورهائي ڏنو ۽ انهن نون راڄڌانين جي ڪري 'نوڪوٽي' (نوَ ڪوٽن وارو مارواڙ) مشهور ٿيو جنهن بابت هيٺيون ڇند مشهور آهي:

منڊوور سانوت هو، اجمير سنڌو سو،
گڍ پونگل گجمال هو، لودروي ڀانيو،
آل پال، ارٻڌ، ڀوڄراج، جالنڌر،
جوگراج ڌر ڍاٽ هُوئا، هانسو پارڪر،
نوڪوٽ ڦراڙو سنجوگتا، ٿر پنوار ٿاپيا،
ڌرٽي براهه ڌر ڀائيان، ڪوٽ بانٽ جُوجُو ڪيا.

تاريخي طور ڏٽ ۽ ٻيا مختلف علائقا پهرين مارواڙ سان ڳنڍيل هئا ۽ بعد ۾ خانداني ورهاست سبب هن خطي (ڍاٽ) جي الڳ سڃاڻپ قائم ٿي. وڪرمي سنبت 1054/ 994ع ڌاري الور، امرڪوٽ، ننگرپارڪر، مارواڙ جي راجا 'ڌرٽي براهه' جي هٿ ۾ هئا ۽ سندس پٽ 'جوگيراج' امرڪوٽ تي راڄ ڪندو هو.

يارهين صديءَ جي شروعات ۾ به امرڪوٽ تي پرمارن جي حڪومت هئي. ان وقت ڏکڻ ٿر يعني هاڙوڪي مٺي، ڏيپلي ۽ ڇاڇري شهر کان اولهه طرف سڄي خطي تي سومرن جو راڄ هو جنهن کي 'ڍِيرڪ' پرڳڻو به چوندا هئا. جن پرمارن کان امرڪوٽ فتح ڪيو هو. سومرن امرڪوٽ کي گاديءَ جو هنڌ بنايو ۽ ان وقت سندن هاڪارو راجا همير سومرو ٿيو. اهڙيون ڪيتريون مختصر تاريخي شاهديون موجوب آهن، جن بابت چئي سگهجي ٿو ته ڏٽ، قديم زماني کان وٺي پرڳڻو رهندو پئي آيو آهي. هن تي ڪڏهن پرمارن ته ڪڏهن سوڍن ۽ سومرن بادشاهي پئي ڪئي آهي.

'تاريخ ريگستان' ۾ رائيچند هريجن لکي ٿو ته، ڍاٽ (اڳوڻي امرڪوٽ پرڳڻي) ۾ جيڪي اڄ تائين گيت ڳايا وڃن ٿا، تن ۾ سومرن ۽ سوڍن کي ساراهيو ويو آهي. انهن گيتن جا نالا: ڦولان، ڪنڪريو ڪوٽ ۽ آنبا آنٻلي وغيره آهن.

سن 1439ع ۾ همير سومري هارايو ۽ راڻي همير سوڍي امرڪوٽ تي قبضو ڪيو. ان بعد ترتيبوار راڻو ڌارا برش، راڻو درجنشال، راڻو ڪينهرو ۽ راڻو اوتاردي راڻا بڻيا. ان وقت جيتوڻيڪ انهن وٽ حڪومت ڪانه هئي، ته به راڄ ڀاران کين 'راڻپ' جو لقب مليل هو جيئن هن وقت به رائج آهي.

1783ع ۾ مير فتح علي ٽالپر، ڪلهوڙن کان سنڌ فتح ڪئي، ان وقت ڏٽ جا سوڍا خودمختيار ٿي رهڻ لڳا. اُهي ڪلهوڙن کي جيڪو ڏن ڏيندا هئا، سو ٽالپرن کي ڏيڻ بند ڪري ڇڏيائون. مير فتح علي خان ڏٺو ته هي سختيءَ کان سواءِ سنوت نه ڏيندا، ان ڪري هن سوڍن تي حشمت ڄمائڻ ۽ پنهنجي بچاءَ خاطر ڏٽ جي مختلف علائقن ۾ قلعا تعمير ڪرايا. مٺيءَ وارو قلعو 1789ع ۾ ٺهيو، بعد ۾ 1795ع ۾ اسلام ڪوٽ ۽ ڇيلهار ۾ قلعا جوڙايا ويا ۽ سال 1800ع ۾ سينگاري ۽ ڪُڏي ۾ قلعا ٺهرايا ويا.

1843ع ۾ انگريزن جي اچڻ ڪانپوءِ هن قديم خطي جي انتظامي جداگانه حيثيت قائم ٿي. مٺي، ڇاڇري، ڏيپلي ۽ ننگرپارڪر ۾ بازاريون ٺهرايون ويون. ان ڪانپوءِ اسڪول، اسپتالون، پوسٽ آفيسون ۽ ٻيا ترقياتي ڪم ڪرايا ويا.

ڏٽ، ٿرپارڪر جي وچ وارو اهو ڀاڱو آهي، جنهن کي ٿرپارڪر جا جملي ڀاڱا لڳن ٿا. ڏٽ جي اتراوڀر ۾ ڪاڇ، اوڀر ڏکڻ ۾ ڪنلو، ڏکڻ- اوڀر ۾ پارڪر، ڏکڻ اولهه ۾ سامروٽي، ڏکڻ ۾ وٽ، اتراولهه ۾ ونگو، اتر ۾ مهراڻو، اتراوڀر ۾ اڇڙو ٿر واقع آهن. ايراضيءَ جي لحاظ کان ٿرپارڪر جو هي ڀاڱو ٻين سڀني علائقن جي ڀيٽ ۾ ڪجهه وڏو آهي. عام سوچ مطابق ٿر جي انهن مختلف علائقن جي جيڪا قديمي ورڇ ٿيل آهي، سا اڄ به انهيءَ حالت ۾ ساڳي هلندي وچي ٿي. ضلعي حڪومت مختلف يونين ڪائونسلن کي تقسيم ڪري، ٿرجي هنن تاريخي ڀاڱن کي هڪٻئي سان ڳنڍي ڇڏيو آهي.

ڏٽ/ ڏاٽ لفظ جي بڻ بنياد ۽ مطلب بابت متضاد رايا ملن ٿا:

’تاريخ راجستان‘ (جلد ٽيون، ص: 1295، سال 1990ع) ۾ جيمس ٽاڊ ڄاڻائي ٿو ته، ”ڏاٽ يا ڏاٽي راجپوتن جو قبيلو آهي، جيڪي ڏاٽ ۾ رهن ٿا. اهي تعداد ۾ ڪؤرون کان وڌيڪ نه آهن، سندن عادتن ۾ به هڪجهڙائي آهي ۽ گذر معاش لاءِ هني ٻاري ۽ مال چارڻ کي اهميت ڏيندا آهن.“

جامع سنڌي لغات ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان ڄاڻائي ٿو ته، ”ڏاٽ، ٿر ملڪ جي حصي جو نالو آهي؛ ڏاٽي اتان جي رهواسين کي چئجي ٿو؛ ڏاٽي هڪ ذات جو نالو آهي ۽ ڏاٽي، سنڌي اُٺن جي هڪ نسل جو به نالو آهي، جيڪي پنڌ جا تِکا، قداور، سُهڻا ۽ وزن ڍوئڻ جا ڏاڍا ٿين ٿا.“

’ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا‘ موجب ڏاٽي، اوسواڙ هندن مان آهن، جن مان اڪثر جين ڌرم جا پوڄاري آهن. هن ذات وارا ڀارت جي جيسلمير ۽ ٻاڙمير ضلعن ۾ به رهن ٿا. اٽ پالڻ سندن ڪِرت آهي.

ڪتاب ’برصغير جي ٻولين جي لسانياتي جائزي‘ جلد ائين، ڀاڱي پهرئين، ڇاپي ٻئي (سال 2011ع) جي صفحي نمبر 203 تي ڄاڻايل آهي ته، ”راجپوتانه ۾ لفظ ڏاٽ جي معنيٰ ’ريگستان‘ آهي“.

مقامي ڄاڻ موجب ڏاٽي ذات به آهي ۽ ڏاٽي علائقائي شناخت به آهي ۽ ڏٽ لفظ جي معنيٰ ’واريءَ جي پِٽ‘ يا ’واريا سو علائقو‘ به ٿئي ٿي. ڏٽ لفظ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي بيتن ۾ به استعمال ٿيل آهي:

- ڏٽ ڏري ڀَٽ ڀيرون، ڀاسي ڀارڪر.
- ڏٽ ڏري ڀَٽ ڀيرون، آيون عمرڪوٽ.
- تون ڏاٽي، ڏٽ ڏٺي ڍولا، تنهنجو ڏٽ.
- ڏجان ڏاٽي ڍول کي، سنيهو ساري.
- ڏٽ مَر وڃج ڍولا ڪاٺياري ڪاڪ ڪري.

شاهه صاحب نه صرف بيتن ۾ هتي جي ٻوليءَ جي ترجماني ڪئي آهي، پر هن علائقي جي ماڻهن جي خُلق ۽ خصلتن کان پڻ چڱيءَ ريت واقف هو ۽ سندن ريتن رسمن کي پليءَ پٽ ڄاتو ٿي، جن جو اظهار هن مختلف سُرن ۾ ڪيو آهي. ان مان معلوم ٿئي ٿو ته شاهه صاحب هن علائقي ۾ آيو هو.

شيخ اياز به ٿرپارڪر جو سير سفر ڪيو هو. سندس شاعريءَ ۾ ’ڍولا‘، ’ڏٽ‘ ۽ ’ڏاٽيئڙا‘ لفظ ملن ٿا:

- ڍؤ بنا ڍولا، ناهي ساجهه سونهن جي،
- ڍولڪ، ڏاٽيئڙو، تارن اکيون ڇنييون.
- ڪڏهن وسندين ڏاٽ تي، ڀيهرا او ٻڪرال!

ڏٽ/ ڏاٽ متعلق ڪيتريون مقامي روايتون به ملن ٿيون.

هڪ روايت موجب ڏٽ جو قديم نالو ’مڙڌر‘ يا ’مرڌر ديس‘ چيو ويو آهي، جنهن ڳالهه جي ثابتي هن دوهي مان ملي ٿي:

ساڙ ٻڪاڻان سنڌڙي، مونگ مڏوپر ڏيس،
جهيڻو ڪپڙو ماڙيي رو، ماڻهو مڙڌر ڏيس.

[يعني: جيئن ساريون سنڌ ۾ ڀليون ٿين ٿيون، مُگ مڏوپر (تعلقي ننگرپارڪر جي هڪ ٻنيءَ جو نالو) جي علائقي جا ڀلا ٿين ٿا. ماڙيي جو سنهو ڪپڙو مشهور آهي، اهڙيءَ ريت مڙڌر (ڏٽ) جي ملڪ جا ماڻهو محبتي، قرب وارا، مهمان نواز ۽ ڀلا هوندا آهن.]

ڏٽ جي علائقي جي سڃاڻپ لاءِ هيءَ چوٽي به مشهور آهي ته:

ڄاڏا ڪيڄڙ، جَئُوئا گهڻا، ڪُتا ڪرين ڪوڪاٽ،
ڀاڻي مٿي ڀهرا ڦِرين، ڏن هو جهوني ڏاٽ.
ڪَرها سرها سانڍايان، ڳِرپ سڳنڌ ڏاٽ.

هن علائقي ۾ ڪنڊيءَ جي وڻ کي خاص اهميت حاصل آهي. ڪنڊيءَ جا پن ۽ سگر مال کي کارايا ويندا آهن، تنهنڪري هن علائقي ۾ ڪنڊيءَ جي وڻ جي رَک ڪئي ويندي آهي. هن علائقي ۾ ڪنڊيءَ جا تلهن ٿُڙن وارا ڊگها ۽ ڇانودار وڻ موجود آهن، جن جي ڇانوَ ۾ چوپايو مال ويهندو آهي، انهيءَ ڪري انهن وڻن جي هيٺان مال جو ڀاڻ وڌيڪ ٿيندو آهي، جنهن مان ڇوا (جئوئا) پيدا ٿين ٿا. هن علائقي ۾ ڪُتا به گهڻا ٿين ٿا، جيڪي اُوناڙ ڪري بيماريءَ جو اطلاع ڏين ٿا. ڀاڻي گهٽ هئڻ ڪري، ويري يا کوهه جي واري کي روڪي ويهڻو پوندو آهي ته جيئن ڀاڻي جمع ٿي سگهي. هن علائقي جا ڏهرَوڏا ۽ گاهه جهجهو ٿئي ٿو، تنهنڪري هتي رڍون، ٻڪريون، ڍڳيون ۽ ڏاچيون ٻُت ۾ ڀريل ۽ متاريون ٿين ٿيون.

ڍولي بابت قديم روايت ملي ٿي ته ڍولو، ماروءَ جي محبت ۽ موهه ۾ ڏاٽ جي علائقي ۾ اچي پنهنجي دوست وٽ رهيو هو:

ڍولو ڏٽ رهيو، ڪنهن سڻاٽي سانگ،
ڇانگي چڙهي آءُ تون، لال ورائي لانگ،
ڪوڙئين ڀتين ڪانگ، اُڏايام اچيج تون!

ڏٽ/ ڏاٽ جي ماڻهن لاءِ مقامي روايت مشهور آهي ته:

اڪان رو ڪيڙو، اڪان مين سمائجي،
ڏاٽ رو ماڻهو، ڏاٽ مين سمائجي!

[اڪن جو ڪيڙو، اڪ جي وڻ ۽ ڪائيءَ ۾ رهڻ پسند ڪندو آهي، ساڳيءَ ريت ڏاٽ جو ڏاٽي به پنهنجي علائقي ۾ رهڻ پسند ڪندو آهي.]

ڏاٽ جي ماڻهوءَ کي ’اونڌهيرو/ اونهيرو‘ (جيئن ته هتي کوهه اونها ٿين ٿا، ان جي نسبت سان ’اونهيرو‘ لفظ ٺهيو آهي) پڻ چيو وڃي ٿو جن لاءِ مشهور آهي ته اهي رازَ فاش نه ڪندا آهن. هن علائقي جا ماڻهو ذهين، چَتر،

سياڻا ۽ رازدار هوندا آهن. سندن رنگت سانوري. اکيون وڏيون ۽ سهڻيون. پير ننڍا ۽ قدبت جا وچولا ٿين ٿا. مقامي جوٺي آهي ته ڍاٽي اُٺ. ڍاٽي ڍڳو ۽ ڍاٽي ماڻهو جسامت ۾ سنها، چيڙها ۽ تيز رفتار ٿين ٿا.

علائقائي ۽ طبعي بناوت جي لحاظ کان ڍٽ جي وارياسي ۽ ريتائين زمين آهي. ڀٽون وچوليون ۽ منجهائن ڪي ڊگهيون ۽ اوچيون آهن ۽ ڪٿي ڪٿي ڪشادا ڏهر به آهن. هتان جي آبهوا خشڪ ۽ زمين وارياسي هئڻ ڪري سياري ۾ سيءُ گهڻا پون ٿا ۽ اونهاري ۾ گرمي به وڌيڪ ٿئي ٿي. هتي جي ماڻهن جو گذر معاش مال ڌارڻ ۽ ٻني ٻاري تي آهي. معاشي طور تي پسمانده ڳوٺن جا اڪثر ماڻهو غريب آهن. جڏهن ته شهري ماڻهو خوشحال ۽ مالدار آهن.

هن علائقي جي آمدنيءَ جو ذريعو برسات آهي. برسات پئي ته ٻني ٻارو ڪن. نه ته ڏُڪار جي حالت ۾ چوپائي مال تي گذران ڪن ۽ ناري جي علائقن ڏانهن ڪمائڻ هليا وڃن ٿا. هتان جي زمين پلي ۽ آباديءَ لائق آهي. تنهنڪري هتي فصل جي پيداوار تمام سني ٿئي ٿي. فصلن ۾ ٻاجهر، گوار، موٺ، مُڱ، تِر، گدرا، هندوانا وغيره ٿين ٿا، پر گوار جي پيداوار وڌيڪ ٿئي ٿي. چوپائي مال ۾ هتان جو 'ڍاٽي اُٺ' مشهور آهي.

ڍاٽ ۾ ڳالهائجندڙ ٻوليءَ کي ڍاٽڪي چيو ويندو آهي، جيڪا پنهنجي ادبي سرمايي سان مالامال ۽ شاهڪار ادب سان ڀرپور آهي. ڍاٽ ۾ ڪوهه لڳ ڀڳ 50 کان 60 پُرهن (250 کان 300 فوٽن) تائين اونها ٿين ٿا، جن جو پاڻي گهڻي ڀاڱي کارو هوندو آهي. مٺي پاڻيءَ لاءِ ڪٿي ڪٿي ننڍيون ننڍيون ڪُوهيون/ وِيريون آهن. جيڪي پڻ 50 کان 80 فوٽن تائين اونهائي رکن ٿيون. جنهن جاءِ تي اهڙيون ويريون هونديون آهن، ان جاءِ کي 'پار' چئبو آهي. ڍاٽڪيءَ ۾ پار جي مراد 'مٺو پاڻي' آهي. ان حوالي سان ڳوٺن جا نالا به مشهور آهن. جيئن: جيسي جو پار، هرِيار، پوچاندي جو پار وغيره.

هنر جي لحاظ کان هن علائقي جا گَج، ڪنجرا، لويون، ڪتا، ڪرڙ، جالنگ، فراسيون ۽ قالين مشهور آهن. هن علائقي ۾ ٻن مذهبن جا مڃيندڙ اڪثريت ۾ رهن ٿا: هندو ۽ مسلمان. اهي ٻئي برادريون گهڻي ڀاڱي ڍاٽڪي ڳالهائين ٿيون. سنڌي ٻولي تمام گهٽ ۽ ڪن مخصوص ذاتين ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. ثقافتي لباس جي حوالي سان هندن ۽ مسلمانن جي ويس ۾ ٿورو فرق آهي. مسلمان مرد پٽڪو ۽ گوڏ ٻَڌن ته عورتون وري ٻانڌڻا، ڊگها گج، اوڍڻ ۽ ٻانهن ۾ عام طور اڌ چوڙو ته ڪي سمورو چوڙو پائين. هندو مرد پٽڪو يا ڦينٽو ۽ لانگوٽو يا ترينٽو پائين ته عورتون وري ٻانڌڻا، پرت پريل پَڙا (گهاگهرا)، ڪنجريون، ڊگها اوڍڻ ۽ ٻانهن ۾ مڪمل چوڙو پائين ٿيون ۽ ڊگها گهونگهٽ ڪڍي پردو ڪن ٿيون.

ڍَٽ ۾ رهندڙ ذاتيون:

**(الف) مسلمان ذاتيون:** ڍٽ ۾ رهندڙ مسلم ذاتين ۾ سيد، ڏوهٽ، سما، سومرا، سميجا، راهما، مگريا، ميمڻ، نهڙي، سنگراسي، هاليپوٽا، جوڻيجا، ٻهنڀار، لنجا، مڏا، ٻِٽا، جوڻيجا، خاصخيلي، نون، درس، آريسر، پچارا، ڪوسا، دل، بجير، پٽي، راڄڙ، گجو مهر، ڪوکر، جنجهي، اوٺا، ڏيٽا، سائونڊ/ ساند، چچر، ٿيبا، سهتا، ڪنير، حجام، ڪاسائي، ڪٽي، لنگها، مگڻهار وغيره شامل آهن.

**(ب) هندو ذاتيون:** ٺڪر، ميگهواڙ، سوٺهڙ، مهيشوري (واڻيا)، لوهاڻا (واڻيا)، سونارا، کتري، مالهي، ڀيل، چارڻ، بجير، لوهار، گُرڙا، مهراج، ورتيا، ٻاوا، جاٽ، ڀاٽ، ڪٽي، ڌوٻي، نائي، درزي وغيره.

**ڍٽ جون سرحدون:** هن قديم پرڳڻي جو جاگرافيائي نقشو هن ريت آهي:

اولهه واري پٽيءَ ۾ ڪانٽيي کان گونگيو جنجهيئي، ٻورلي ڀيل، ڪيريا، جوڙوئو ۽ مٺي؛ ڏکڻ واري پٽيءَ ۾ مٺيءَ کان مٺڙيو پٽي، ڏيپيار، جوڳلار، ميمڻ تڙ، اسلام ڪوٽ؛ اوڀر واري سرحدي پٽيءَ ۾ اسلام ڪوٽ کان مصري شاهه، حيات هاليپوٽو، ڪانڪهيئو، سارنگهيار، ٻنگل رند ۽ اتر ۾ ٻنگل رند کان ڀاڏا سنڌو، وچلو پار، ڀاڏاڙي ۽ ڪانٽيو اچي وڃن ٿا.

**ڍٽ جا مشهور کوهه:** ٽڳنئي ڳوٺ جو کوهه، ٻپراڙيي (ڪاري) جو کوهه. (هي ٻئي کوهه ٻنهه اونها آهن). جڏهن ته عام طور ڍٽ جي کوهن جي پاڻيءَ جي گهرائي 10 کان 20 فوٽن تائين ٿئي ٿي. سينگاري جو کوهه (هي کوهه ميرن هرڻ جي سنگن سان تعمير ڪرايو هو. تنهنڪري ڳوٺ سينگاڙي (سگن واري) جي نالي سان مشهور ٿيو.)

**ڍٽ جون مشهور ترايون:** راڻاسر (چيلهار جي ويجهو)، ڪوڙٻي ترائي (ڳوٺ ڪوڙٻي ۽ چيلهار جي ويجهو)، راجياسر (ويجهيار ۾)، رڙلي ترائي (هنجتل جي پرپاسي ۾)، ڪانو تلاءُ (چارنور جي ويجهو)، چيڙاسر (سراج الدين جي تڙ جي پرسان) ۽ ڇيچ ترائي (ڇاڇري شهر جي پرپاسي ۾) وغيره آهن. انهن کانسواءِ ڍٽ ۾ ٻيون به ڪيتريون ئي ترايون، ٽوبا ۽ تلاءَ اچي وڃن ٿا. راڻاسر کي شيخ اياز، احمد سولنگي ۽ ٻين شاعرن پنهنجي شاعريءَ ۾ ڳايو آهي.

**ڍَٽ جا مشهور پارَ:** پوچاندي جو پار، جيسي جو پار، ڪياڙي جو پار، اڪلين جو پار، چوٽيو پار، ٻچي جو پار، ٻوچين جو پار، اجي جو پار، سانوريئي جو پار وغيره.

**ڍٽ جون مشهور ڀِٽون ۽ ٽوئنڪ:** ٽوئنڪ، ڀِٽ جو هڪ قسم آهي. ٽونڪ هڪ ئي جاءِ تي اُڀي، نوڪدار ۽ عمودي شڪل جي ٿئي ٿي. ڪجهه مشهور ڀِٽون هي آهن:

رتن ڀِٽ (ڳوٺ ڍاڪلي ۽ ميگهي جي تڙ جي پرسان)، ڀِٽ روجهڙو (ڍاڪلي ڳوٺ جي پرسان)، ڀِٽ روجهڙي (دونٻاڙي ڳوٺ ويجهو)، ارنيارو ڀِٽ (ڳوٺ ارنياري پرسان)، ڏانڌل ڀِٽ (راجوڙي پرسان)، ڀِٽ تانپي (ڳوٺ ڦانگهاريي پرسان)، ٻَڪرُ ٿڙي (ڳوٺ ٽڳنئي ۽ اُوڏاٽيءَ جي وچ ۾)، ٻانهياري ڀِٽ (گونگيي ڳوٺ پرسان)، ڪسل ڪوٽ (هن نالي سان به ڀِٽون آهن. هڪ ڪانٽيي ۾ ۽ ٻي چارنور ڳوٺ جي ويجهو آهي). ڪاري ڀِٽَ (تڙدوس جي اُلهندي پاسي)، ڏنوڙي ڀِٽَ (تڳوسر جي اولهه طرف)، ڊوڪائي ڀِٽَ (چارنَور ڳوٺ جي اڀرندي پاسي)، جِهرڪلي ڀِٽَ (جيئندي جي تڙ جي اوڀر طرف). ٻانهياري ڀِٽَ (هن نالي سان ٽن ۾ ٽي ڀِٽون مشهور ۽ موجود آهن: (1) تڙ همير پرسان، (2) ڏيپلي تعلقي ۾، ۽ (3) مٺڙئي روهل کان الهندي طرف آهن). ڪَرڪَر ڀِٽَ (جيسي جي پار جي اتر پاسي)، ساسِي ڀِٽَ (هي به ڀِٽون آهن: ميگهي جي تَڙ جي اوڀر طرف ۽ ٻي ساڪرئي جي اڀرندي پاسي)، ڪِيلَ ڀِٽَ (ملٺيءَ جي اتر طرف، ٽن ميلن جي پنڌ تي)، موتيسرو ڀِٽ (ڳوٺ ٻاراچ جي اُتر طرف)، ٻاراچ ڀِٽ (ٻاراچ جي ڏکڻ طرف)، سانينيي جي ڀِٽ (ڇاڇري جي پاسي ۾)، ميگهي جي تڙ جي ڀِٽ (ميگهي جي تڙ پرسان)، سانڌهور ڀِٽ (سانڌهور جي ويجهو)، ڌاريندڙو ڀِٽ (ڳوٺ ڌاريندڙي جي ويجهو)،

ويسروڙي پٽ (ساهوءَ جي تڙ پرسان)، ڊوڪاڻي پٽ (چارنور ۾)، ڪوهراڙي پٽ (چيلهار ويجهو) وغيره.

انهن پٽن کان سواءِ، ٻيون بہ انيڪ پٽون ٿرَ ۾ موجود آهن. جهڙوڪ: 'ساجي پٽ'، 'مهڪي جي پٽ'، 'اٽ ٽنيي پٽ'، 'ارنياري جي پٽ'، 'نيٽاري پٽ'، 'ڳينڻ'، 'گڏهہ پنو'، 'روٺاپر'، 'مانگر'، 'روجهڙو'، 'ڏاريندڙو پٽ'، 'ويراڙو' 'گهانگهاسرو پٽ'، 'گوگتياري پٽ' ۽ 'توِرياري پٽ' وغيره.

**مشهور ٽؤنڪ:** چانگي جو ٽؤنڪ (چيلهار جي ويجهو)، ساميءَ جو ٽؤنڪ (دونباڙي ويجهو)، جَڊي جو ٽؤنڪ (راجوڙي ۾)، اَساهي جو ٽؤنڪ (پاٻوويري ۾، جتان 60 ميلن جي پنڌ تي ڇهوٽڻ جبل ڏسڻ ۾ اچي ٿو). ان کان سواءِ ڊٽ ۾ ٻيا بہ ڪيترا ٽونڪ ۽ پٽون مشهور آهن.

**ڊٽ جا مشهور ڏهر:** موتيسرو ڏهر (رڙياڙي ڳوٺ جي ويجهو)، ڏاڪيڏهر (هن نالي سان ڊٽ ۾ ٽي ڏهر آهن، (1) ڪيتار ۽ مٺان تڙ ۾، (2) سلهہ ۽ اڪلين جي وچ ۾ آهي ۽ (3) چارنور جي پاسي ۾ اچي ٿو)، هيڪل ڪور ڏهر (ڏاريندڙي، ميگهي جي تڙ ۽ رڙلي ڳوٺن جي وچ ۽ ڀرپاسي ۾ آهي)، گجاسر جو ڏهر (ڊاڪلي ۾ آهي)، ٽوساڙيو ڏهر (ڀوجاسر ۾)، ڊوڪاري ڏهر (ٻڊي جي تڙ ۽ چارنور جي ڀر ۾ آهن)، ٽانپي جو ڏهر، ويءَ جو ڏهر، ڇهو ڏهر، گهوگهارو ڏهر، تالسر ڏهر، سينهار جو ڏهر مشهور آهن.

**ڊٽ جا شهر:** ڇاڇرو، چيلهار، ڪانٽيو ۽ عمرڪوٽ شهر ڊٽ ۾ اچن ٿا. مٺي ۽ اسلام ڪوٽ ڊٽ جا دنگئي ۽ سرحدي پٽيءَ وارا شهر آهن، تنهنڪري مقامي طور ڪي انهن کي ڊٽ جو حصو چوندا آهن، پر اڪثر ماڻهن جو خيال آهي تہ اهي شهر ٿر جي ڊٽ واري علائقي ۾ شامل نٿا ڪري سگهجن.

**ڊٽ جا ڳوٺ:** وائوڙي، مان ٻائيءَ جو تڙ، سارنگهيار، وچلو پار، ڀاڏاسنڌا، ملڪام، سوڪرو، نووَ پُرو، هنج تل، ڀڳتاڻي، پاٻو ويرو، گونگيو، جنجهيئر، ٻورلي، جوڙوئو، هريار، راجوڙو، سُورام، گُماني جي ڊاڻي، ڪيڪنيو، بيڪاسر، ڀوڇاندو پار، ڦانگهاريو، اُوڏاڻي، ٽِڳنيو، رڙياڙو، ٻپراڙيو، ڏُوڙڪيون، رامسنگهاڻي، ڀاڏاري، ڦليو، ڪوڙٻي، ڀوريلو، ڏٻڙچان، سانڌهو، ڏاڪيڏهر، رٽڇاڻي، دونباڙو، ڀيماسر، اڪلو، ميگهي جو تڙ، سُوجي جو تڙ، نيٽيسر، گوڏيار، رامجي جي ويري، روهيڙارو، مِٺان جو تڙ، ڪينسر، ڇاپر دين محمد شاهہ، جانب علي شاهہ، ڏاريندڙو، وائوڙي، وڪڙيو، ڀڳيسل، بونهار، يوسف جي واندِ، ساهو ساند، حيات هاليپوٽو، ڪانڪهيو، علو ڪوٽڙيو، ڪُڏي، ڪانگيا، مبارڪ رند جو تڙ، بنگل رند جو تڙ، ٻانيٽيو ڀيل، مهرن جو تڙ، ڪيجراڙو، ڏوڙيو، ڪيتار، علڻ آباد، رڙلي، ڀوجاسر، سراج الدين جو تڙ، آسار، مينهل بجير، ويجهيار، دلن جو تڙ، ستلان، سوپارو، ٻورلي سميجا، ڪيريا، سهياڙو، ڊبڙچان، پير جو تڙ، سُڪي جو تڙ، گرڙيو، ارنياڙو، ڪونهڻو، اَڪلي سميجا، قبولاڻي، اَڪلي جي ڊاڻي، سميت ٻيا بہ ڪيترا ڳوٺ اچن ٿا.

**ڊڊ** (ساز): هي هڪ ساز آهي، جيڪو ڊمري جي شڪل جهڙو ٿيندو آهي. قد بت ۾ ان کان ڪي قدر وڏو آهي. هي ساز انب، زيتون ۽ شيشم جي ڪاٺيءَ مان ٺاهيو ويندو آهي. هن جا سرا چمڙي سان مڙهيل ۽ ڪشن سان ڇڪيل هوندا آهن. ڪشن کي ڇڪي يا ڍرو ڪري آواز ۾ تنوع پيدا ڪبو آهي ۽ ٻئي آڱر سان تال وڄائبو آهي. هن ۾ ٽونئر ٻڌي خوبصورتي پيدا ڪندا آهن.

**ڊڍر نئن:** هيءَ نئن ضلعي قنبر شهدادڪوٽ ۾ آهي، جيڪا لاڪاڻي جبل مان نڪري ٿي ۽ برسات جي موسم ۾ وڏي مقدار ۾ پاڻي کڻي اتر ڪاڇي جي اوڀارئين علائقي کي سيراب ڪري ٿي. هن نئن تي گهڻو ڪري سنگاساڻي چانڊين جون زمينون آباد ٿين ٿيون. هيءَ وڏي نئن آهي. پاڻي بہ شفاف اٿس. ڊڍر نالي سان هڪ مقام بہ آهي، جيڪو سنگاساڻي چانڊين جو قديم مقام آهي. هي ڊڍر نئن، چانڊين جي قبيلي جي هڪ فرد جي نالي سان سڏي وڃي ٿي.

**ڊڍرو** (ديهہ): تعلقي ۽ ضلعي عمرڪوٽ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڊڍرو، لال شاهہ، جيوڻ شاهہ، ڊڍرو علي گل ۽ گلو ميگهواڙ.

**ڏڪ بازار شڪارپور:** شڪارپور شهر جي هندن جي ڪيل هڪ بازار، جنهن کي تاريخي حيثيت حاصل آهي. هي بازار لکي در کان شروع ٿي 'استورٽ گنج' وٽ ختم ٿئي ٿي. هيءَ بازار هڪ ميل ڊگهي ۽ شهر جي ٻن طرفن ايرندي ۽ الهندي جي وچ ۾ آهي. ڏڪ بازار شهر جي اهم بازار آهي.



ڏڪ بازار ڪاٺين جي ڪڙينچين جي مٿان ٽاٽ رکي ڍڪي وئي هئي. شڪارپور جي دل سڏجندڙ هيءَ بازار اهڙي نموني تہ ڍڪي وئي آهي. جو گرمين جي موسم ۾ بہ سموري بازار ٿڌي رهندي آهي. هيءَ بازار برساتن جي موسم ۾ پاڻيءَ کان بہ محفوظ رهندي هئي. برسات جو پاڻي ڪڏهن بہ هن بازار ۾ نہ آيو. هن بازار ۾ قديم دؤر ۾ هر قسم جو سامان ملي سگهندو هو.

هن بازار ۾ 'تارا سنگهہ جواهريءَ جي پڙي' ڪافي مشهور هئي، جنهن پڙيءَ ۾ بصري جا موتي، رنگون جا ياقوت، برازيل جو پنو، لنڪا جو پکراج، آفريڪا جا هيرا، اٽليءَ جو موگو وغيره جهڙن جواهرن جا ٻڌا واپار ٿيندا هئا. پروفيسر بدر ابڙو لکي ٿو تہ: "شڪارپور شهر جي ڪاٺين جي ڇت واري ڊگهي ۽ وڏي بازار، جيڪا شهر جي وچ مان لنگهي ٿي، ڏسڻ لائق آهي. اهڙي قسم جي ڪاٺيءَ جي ڇت، سنڌ تہ ڇا، پاڪستان جي ڪنهن بہ شهر ۾ نہ آهي. گرميءَ توڙي سرديءَ يا برسات دوران هيءَ ڇت سلو ڪم ڏئي ٿي."

پاڪستان ٺهڻ کان اڳ تائين هي بازار ڪافي اوج تي هئي. هن وقت ڇت جا ڪافي حصا سڙي چڪا آهن ۽ بي ڌيانيءَ سبب ڇت مان ڪافي ڪاٺ چوري پڻ ٿي چڪو آهي. ان ڪري هي بازار پنهنجو اوج وڃائي چڪي آهي.

**ڏيڪڻ (ذات):** هن ذات وارا سومرا آهن. جيڪي پاڻ کي 'ڏيڪڻ' سڏائيندا آهن. ڪي هن ذات وارن کي سماٽن ۾ ليکين ٿا. هن ذات وارا لاڙڪاڻي، قنبر شهدادڪوٽ، شڪارپور سميت سنڌ جي ڪيترن ئي ضلعن ۾ آباد آهن. هن ذات مان ناميارو معاشياتي ماهر علي اڪبر ڏيڪڻ (اسٽيٽ بئنڪ جو اڳوڻو سينيئر عملدار)، فدا حسين ڏيڪڻ وغيره مشهور آهن.

**ڏيڪڻ جو دڙو:** هي دڙو ٻوڌي دور/ پنجين صدي عيسويءَ جو آهي، جيڪو شهدادپور کان 4 ميل پري سرهاڙي اسٽيشن ڏانهن ويندڙ رستي تي موجود آهي. 1929ع ڏاري مجمدار، ٽنڊي الهيار ۽ شهدادپور ۾ قديم آثارن جي ڳولا دوران هي دڙو ڏٺو هو. هي دڙو اوچائيءَ ۾ 20 فوٽ ۽ شڪل ۾ گول هو. مک دڙي جي چوڌاري ٻيا ننڍڙا ننڍڙا دڙا هئا. سندس راءِ هئي ته اهي ميرپورخاص واري ڪاهوءَ جي دڙي جهڙين وٿن سان ڀريل دڙو هو. پڪين سِرن جو استعمال ٿيل هو جيڪي آرائشي هيون. سندس خيال ۾ هي دڙو هند-ساساني دور سان واسطو رکي ٿو. کوٽائي ٿيل ڪو نه آهي.

**ڏيڪڻ، علي اڪبر، ڊاڪٽر:** مشهور اقتصادي ماهر ۽ اديب علي اڪبر ولد محمد رمضان ڏيڪڻ، 4 فيبروي 1940ع تي ڳوٺ پنهور، تعلقي وارهه، ضلعي قنبر- شهدادڪوٽ ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم گورنمينٽ پرائمري اسڪول نصيرآباد مان 1950ع ۾ مئٽرڪ 1958ع ۾، نصيرآباد لوڪلبورڊ هاءِ اسڪول مان، بي. اي 1967ع ۾ گورنمينٽ ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي مان، ايم. اي اقتصاديات (1970ع) ڪيائين. هن 1973ع ۾ اقتصاديات ۾ پي. ايڇ. ڊي ڪئي. ان کان سواءِ هن بئنڪنگ ڊپلوما (1982ع)، سينٽرل بئنڪنگ ڪورس سنگاپور (1982ع)، ايل. ايل. بي (1987ع) به ڪئي.



علي اڪبر ڏيڪڻ سنڌ جو پهريون شخص آهي، جنهن اقتصاديات جي مضمون ۾ ڊاڪٽريٽ ڪئي.

هن 1959ع ۾ عملي زندگيءَ جي شروعات ۾ روينيو کاتي (تعلقي ميرو خان) جي مختيارڪار آفيس ۾ ڪلارڪ ٿيڻ سان ڪئي. 1961ع ۾ هاءِ اسڪول بدين ۾ استاد مقرر ٿيو جنهن بعد ميهڙ، لعلو رائنڪ، ڏوڪري، ڳڙهي خيري، مبارڪپور، وارهه، پريالوءِ، ڪاراٽي، واسو ڪلهوڙي، جام شوري ڪالوني ۽ لطيف آباد هاءِ اسڪولن ۾ پڙهائيندو رهيو.

علي اڪبر ڏيڪڻ 1973ع ۾ عبدالله هارون ڪاليج ڪڏي ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو. ڪجهه وقت بعد اسٽيٽ بئنڪ ۾ ملازم ٿيو جتي 1975ع ۾ ارڙهين گريڊ، 1983ع ۾ اوڻهين گريڊ، 1989ع ۾ ويهين گريڊ ۽ 1984ع ۾ ايڪيهين گريڊ تائين ترقي ماڻيائين.

ڏيڪڻ صاحب 1990ع کان 1992ع تائين مئنيجنگ ڊائريڪٽر سمال بزنس فنانس ڪارپوريشن اسلام آباد ۽ 1994ع کان 1997ع تائين ايگزيڪيوٽو ڊائريڪٽر اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جهڙن اعليٰ عهدن تي رهي ڪم ڪيو ۽ 2000ع ۾ ڊپٽي گورنر جي عهدي تان رٽائر ٿيو.

حڪومت پاڪستان 1991ع ۾ کيس جپان لاءِ بنيادي تحقيق ايشين پيداوار آرگنائيزيشن لاءِ نيشنل ايڪسپرٽ مقرر ڪيو. هن اداري ايشيا جي سمورن ملڪن ۾ 'ورڪنگ ڪلچر' عنوان سان هڪ ڪتاب شايع ڪرايو جنهن ۾ پاڪستان جي باري ۾ هن جا تحقيقي مضمون ڇپيل آهن.

ڊاڪٽر علي اڪبر اقتصاديات تي ڪيترا ڪتاب لکيا آهن. جن جي پاڪستاني معيشيت جي ماهرن وٽ وڏي اهميت ۽ قدرداني رهي آهي. انهن ڪتابن ۾ (1) سندس پي. ايڇ. ڊي ٿيسز 'ڪاٽن ٽيڪسٽائيل انڊسٽريءَ جي ترقيءَ جو پاڪستان تي اثر'، (2) 'اڪانامڪ ويليوئيشن آف ايگريڪلچر پروجيڪٽ' (1981ع)، (3) 'ايگريڪلچر ڪريڊٽ سسٽم ان پاڪستان' (1990ع)، (4) 'ڪارپوريشن اينڊ ورڪ ڪلچر ان پاڪستان' (1992ع)، (5) 'انٽرڊپينڊنسي آف اسٽيبلائيزيشن آف پوليٽيڪل سسٽم اينڊ اڪانامڪ ڊيولپمينٽ ان پاڪستان' 1994ع وغيره شامل آهن.

ان کان سواءِ هن جا اقتصاديات ۽ زراعت متعلق هزار کان وڌيڪ مضمون مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيا آهن. هن اقتصاديات کي هٿي وٺرائڻ لاءِ 'سنڌ اڪنامسٽ' نالي سان هڪ رسالو جاري ڪيو جنهن ۾ سنڌ جي تاريخ، سياست، اقتصاديات ۽ سماجيات تي مواد شايع ٿيندو رهيو آهي. هن رسالي جا ڇهه پرچا نڪري سگهيا.

ڊاڪٽر علي اڪبر ڏيڪڻ مالياتي ماهر، ڪاموري، اديب ۽ ليکڪ جي حيثيت ۾ هڪ گهڻ رخي سماجي شخصيت آهي. هن 'سنڌ ڊيولپمينٽ فائونڊيشن' قائم ڪئي، جنهن جو 1997ع کان چيئرمئن آهي. هن اداري معرفت سنڌي بيروزگارن کي ٿورن پئسن مان ڪارخانا ۽ ننڍا وڏا ڪاروبار قائم ڪرڻ لاءِ بنا وياج تي ننڍا قرض ڏيندو رهي ٿو. کيس يونائيٽيڊ يوٿ ڪائونسل پاران 1994ع ۾ گولڊ ميڊل به ملي چڪو آهي. ان کان سواءِ کيس ڪيترا سرٽيفڪيٽ ۽ ميڊل به مليا آهن.

**ڏيڪٽي ڀڃڻ (رسم):** هي شاديءَ جي هڪ رسم آهي، جيڪا سنڌ ۾ عام مروج آهي. هن رسم ۾ گهوٽ جيئن ئي لائون لهڻ لاءِ سيج کي ويجهو ٿيندو آهي ته ٽانڊن تي هرمرو وجهي، ان جي مٿان ڏيڪٽي رکي يا ڏيڪٽيءَ هيٺيان پئسا رکي، گهوٽ جي ڪابي ڪڙيءَ سان ڀڃرائبو آهي. ڏيڪٽي ڀڃڻ کان پوءِ ئي گهوٽ سيج ڏانهن وڃي سگهندو آهي.

شاهه لطيف هن رسم جو سُر ليلا چنيسر ۾ هن ريت اظهار ڪيو آهي:

پوچا ڏئم پير، ڏيڪڻ مٿي ڏول جا،
جاتم تهين وير، ڪوجهي ڪندو پريتڙي.

**ڏڳو** (Ox): جانورن ۾ ڏڳو انسانن لاءِ ڪارائتو جاندار رهيو آهي. ڏڳي کي سنڌيءَ ۾ 'ڏاند' به چوندا آهن. ڏڳو سنڌ جي تهذيب جو اهم اهڃاڻ آهي، موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ دوران به ڏڳي جي مورتي هٿ آئي آهي. هيءُ جانور زراعت جو ڪارگر جانور رهيو آهي. هر ڪاهڻ توڙي ڳرو سامان ڍوئڻ لاءِ ڪم ايندو آهي. جڏهن اجا گاڏين ۽ مشينريءَ جو سرشتو عام نه ٿيو هو ان وقت ڏڳو گهڻو ڪم ڏيندو هو مثلاً ڏاند گاڏيءَ وسيلي ماڻهن جي اچ وڃ ٿيندي هئي، ان کان سواءِ ڳاهه ڳاهڻ، کوهه مان پاڻي ڪڍڻ، گهاڻي هلائڻ جهڙا سڀ ڪم ڏڳي ذريعي ٿيندا هئا. ان کان سواءِ ماڻهو شوق طور به

ڏڳا پاليندا آهن. ڏاندن جي گوءِ يا ڊوڙ جا مقابلا بہ سنڌ ۾ عام جام ٿيندا آهن. ڊوڙ ۾ مٿن وڏا انعام رکيا ويندا آهن. هن شوق ۾ اڄڪلهہ ڪجهہ گهٽتائي اچي وئي آهي، پر باوجود ان جي مختلف ميلن ملاکڙن ۾ ڏڳن جا شوقين سونهن جي علامت طور ڏڳا سينگاري آڻيندا آهن.



ڏڳي جا ڪيترائي قسم ٿين ٿا: ڏونئرو ڏڳو بگو ڏڳو ڪارو ڏڳو وغيره.

ڏڳن جا شوقين گوءِ دوران پنهنجي پاليل ڏڳن جا راڪيٽ، هوائي جهاز، ڪلاشن جهڙا نالا رکندا آهن. بار ڍوئيندڙ، ہنيءَ ۾ هر ڪاهيندڙ يا ڊوڙ جي مقابلي وارن ڏڳن کي ڪيترا طاقت وارا کاڌا کارايا وڃن ٿا، جهڙوڪ: نج گيهہ، بادام، پستا، کٽ، بوسو، گوار، چٽا وغيره.



ڏڳي جو نسل اڄڪلهہ ختم ٿيندو وڃي. باوجود ان جي ٿر ۾ ڏڳي جا شوقين ڏڳا پاليندا رهن ٿا ۽ اڄ بہ ضرورت وقت ڏڳي کان مختلف ڪم وٺن ٿا.

**ڏگھانا** (Dhighana): هي ڳوٺ ڀارت جي هرياڻا صوبي جي جولانا شهر جي اتر- اولهہ ۾ 17 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي واقع آهي. هن ڳوٺ جي حدن اندر قديم سنڌو تهذيب سان لاڳاپيل ڏنگهانا نالي ماڳ "12.3 '12 °29 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ "06 '27 °76 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي موجود آهي. هتي ڪل ٽي دڙا آهن. اصل ۾ هي هڪ ئي ماڳ آهي، پر دڙا حصن ۾ ورهايل آهن. ڏنگها-1 کي مقامي ماڻهو 'ڊوليسر والا کيرا' چوندا آهن. هي دڙو 170 x15x1.5 ميٽرن جي ماپ جو آهي. هن ماڳ جي ڪل پکيڙ 10 هيڪٽر (24.71 ايڪڙ) آهي. دڙي جي اوچائي ڏيڍ ميٽر آهي. سڄو ماڳ پوکيءَ هيٺ آهي. جيئن تہ هيءَ ماڳ ڪافي پکيڙ رکي ٿو ان لاءِ هن کي شهر جي زمري ۾ آڻي سگهجي ٿو هنڌ جي لحاظ کان بہ اهميت جوڳو آهي جو راکي ڳڙهيءَ جو مشهور ماڳ هتان 35 ڪلوميٽر پري آهي. هتان اڳ هڙپائي (Pre Harappa)، سنڌوءَ جي اوج (Mature) ۽ پوءِ هڙپائي (Post Harappa) دورن جون وٿون مليون آهن. ان کان سواءِ تاريخي دور جي والار جا ڪجهہ آثار بہ موجود آهن. کوٽائيءَ دوران هتان بہ رنگو ٺڪر ۽ چاڪليٽي ليڪ وارو ٺڪر مليو آهي. پٿر جا ٽڪ، ٽامي جون شيخون، ڏاند گاڏين جا ٺحر جا ٺهيل ڦيٿا، ڏاند گاڏيءَ جا راند يڪا، ڏڳي جون مورتيون، ٽڪنديون



ٽڪيون ۽ ٺڪر جون چوڙيون ملن ٿيون. اهڙيءَ ريت "19.5 '12 °29 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ "53.2 '26 °76 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي پهرين ماڳ جي اتر- اولهہ ۾ 200 ميٽرن جي پنڌ تي ڏگهانا-2 نالي سان دڙو موجود آهي. هتان بہ کوٽائيءَ کان پوءِ اوائلي سنڌو تهذيب، سنڌو تهذيب جي اوج واري دور، پوءِ سنڌو تهذيب (Post Indus Civilization) ۽ تاريخي دؤر جا آثار ملن ٿا. هي دڙو ٽن هيڪٽرن (7.41 ايڪڙن) ۾ ڦهليل آهي، جڏهن تہ دڙي جي اوچائي بہ ميٽر آهي. هتان ملندڙ نوادرات ۾ پٿر جا مٽيا، ٺڪرائو عقيقي مٽيا ۽ چوڙا ملن ٿا. کوٽائيءَ دوران هتان ڪجهہ سرون ۽ چٽيل ٺڪر بہ مليو آهي. اهڙو ٽيون دڙو "27.1 '13 °29 ڊگريون اتر



ڏنگهانا ماڳ مان مليل ٺڪرائي جا نمونا

ويڪرائي ڦاڪ ۽ "24.3 '26 °76 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي موجود آهي، جنهن تي ڪنهن وقت 'کيرا ديونا' جو مندر اڏيل هو جيڪو وچئين تاريخي دؤر ۾ آباد هو هتان تاريخي دؤر جي ٽانون جو ٺڪرائو ملي ٿو.

**ڏگٽو** (Clupisoma Sp): هي هڪ قسم جي مڇي آهي، جيڪا ڇلي مڇيءَ وانگر ٿئي ٿي، پر ڇليءَ کان وڏي ٿيندي آهي. وڏو ڏگٽو ڏيڍ فوٽ ڊگھو ٿئي ٿو جنهن جو وزن ڏيڍ کلو جڙکي جهڙو ٿئي ٿو پر ان جو مُنهن



جرکي کان سوڙهو هوندو آهي. ڏگٽو ڇليءَ جهڙو ٿيندو آهي، پر ان جي پيٽ ۾ ڦيرٿئي ٿو. ڏنگٽي کي هيٺيان وڏي جهالر ٿئي ٿي ۽ ڇليءَ کي ننڍي ۽ ٿوري جهالر ٿئي. ڏيگٽي مڇي ننڍي هئڻ ڪري وڏين مڇيءَ جي خوراڪ ٿيو وڃي ٿي.

**ڏلاٽي/ ڏگاٽي جو ڪوٽ** (ماڳ): هيءَ هڪ دڙو آهي، جنهن کي ڏاتو-پاهڻي دؤر جي ماڳن ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو. هن دڙي جي ابتدائي کوٽائي قديم آثارن جي ماهراين. جي. مجمدار ڪئي. هيءَ ماڳ تعلقي ٽانڊي بولا خان، ضلعي ڄام شوري جي ڳوٺ چنگهڙي کان ڇهه ڪلوميٽر اتر- اوڀر ۾ نئن بارڻ تي واقع آهي. هن ماڳ کي 'ڏيجاٽي جو ڪوٽ/ ڏگاٽي جو ڪوٽ' به سڏيو وڃي ٿو. هيءَ ماڳ قديم تهذيبي ورثي جي نسبت سان اهميت جوڳو آهي.

**ڍلو** (ذات): ڍلو هڪ ذات آهي. هن ذات وارا تعلقي موري ۾ ڪانڌڙا ڪالوني ۽ سڪرنڊ تعلقي ۾ ڳوٺ مجيد ڪيريئي پرسان ۽ بين هنڌن تي رهائش پذير آهن. ڪتاب 'پنجاب کي ذاتين' ۾ ڍلو ذات وارن کي جٽ راجپوتن جو هڪ قبيلو ڄاڻايو ويو آهي، جن جا باڄ، ساڄ ۽ ساندا پاڙا آهن. ساڳئي ڪتاب ۾ هڪ ٻيو حوالو ڏئي ڄاڻايو ويو آهي ته ڍلو ذات وارا، چندر ونسي راجپوت 'سروها' ۽ سورج ونسي راجپوت 'لوَجي اولاد مان آهن.

**ڍليار** (ديهه): تعلقي ڪپري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڳوٺ بگا محمد هاليپوٽو، فقير صادق پنيرو، علي غلام پنيرو، الله بچايو مگريو، مگريو هوتي مگريو، امين سميجو ۽ يعقوب اُنڙ.

**ڍنڍ**: قدرتي طور چوڌاري زمين ۽ وچ ۾ پاڻيءَ جي وڏي تلاءَ کي ڍنڍ چئجي ٿو. اها قدرتي يا هٿرادو به ٿي سگهي ٿي. لغت ۾ ڍنڍ جي معنيٰ بيٺل پاڻيءَ جو وڏو تلاءُ آهي. ڍنڍون، جنهن زمين جي هيٺاهين هنڌن جي والار ڪنديون آهن، انهن جي درجي بندي هن ريت آهي:

- هوا جي ڪاڙ وسيلي برفاني ڇپون ڳرڻ وسيلي، جيئن ڪئناڊا ۽ اسڪاٽلينڊ جون ڍنڍون.
- پاڻيءَ جي ذخيرن وسيلي، مثال طور: پرچهلائي ڍنڍون.
- بناوتي چرپر وسيلي، مثال طور: اوپر ڏارن واري ماٽريءَ جي متاڇري جي والار.

زمين تي درياهي پاڻيءَ جي ڪنهن وڏي چڙيل ٽڪريءَ کي، جنهن جي چئني طرفن کان خشڪ ۽ سڪي زمين موجود هجي، ڍنڍ سڏيو ويندو آهي.

آتشفشاني عمل سبب زمين ۾ ڪڏا پوڻ ڪري به ڍنڍون ٺهنديون آهن. يعني اُهي هيٺانهان حصا، جيڪي ٻرندڙ جبلن جي ڦاٽڻ سان سطح کان هيٺ ٿي ويا، اُهي ڍنڍن جي صورت اختيار ڪري وئن ٿا.

دنيا ۾ هزارين ننڍيون وڏيون، مٺي ۽ کاري پاڻيءَ جون ڍنڍون موجود آهن. دنيا جي هر حصي ۾ اتان جي جاگرافيائي حالتن مطابق جابلو علائقن، درياهي علائقن، وسيع ميدانن ۽ درياهي ڇوڙ وارن علائقن ۾ پڻ برسات جي پاڻيءَ سبب ڍنڍون ٺهنديون آهن. ڍنڍن ۾ برسات جو پاڻي، زميني متاڇري جي پاڻيءَ جي وهڪ، اُترين علائقن ۾ گليشيئرن (برفاني جبلن) يا برفاني زمين جو ڳرڻ ۽ وهندڙ نديون ڍنڍن جي پاڻيءَ جو اهم ذريعو آهن. ندي جڏهن تيز وهڪري سبب پنهنجا رستا بٽائي ٿي ته ان جي ٻاهرئين زور سان ڍنڍون ٺهنديون آهن.

زميني متاڇري کان سواءِ ڍنڍون جبل جي ڇُرن، اونهن سوراخن/ شگافن سبب به ٺهنديون آهن. جيئن دنيا جي اونهي ۾ اونهي ڍنڍ بيڪال آهي، جيڪا اڳوڻي سوويت يونين ۾ آهي. بيڪال ڍنڍ تمام وڏي ۽ اونهي آهي. هڪ اندازي موجب هيءَ ڍنڍ دنيا جي تازي پاڻيءَ جو هڪ ياڳي پنجون حصو پاڻ ۾ سمائي سگهي ٿي.

1812ع ڌاري ميسيسپي ۾ آيل زلزلي سبب اتان جي زميني ايراضي 10 فوٽن تائين پاڻيءَ هيٺ اچڻ ڪري 'ريلفوٽ' نالي هڪ ڍنڍ وجود ۾ آئي، جيڪا هاڻي ٽينيسي ڪينٽڪي بارڊيرو لڳ هڪ آسائشي ۽ تفريحي ڍنڍ آهي. اهڙيءَ ريت آمريڪا جي شهر واشنگٽن جي ڪاسڪيڊ رينج ۾ سينٽ هيلنز آتش فشان جي ڦاٽڻ سبب ڪيترين ئي نيون ڍنڍون ٺهيون. جن مان اڪثر ڍنڍون آمريڪا جي اتر وچئين ۽ اتر اوڀر واري حصي ۾ آهن. جن مان هڪ ڍنڍ ڪيٽل جي نالي سان مشهور آهي. اها برفاني اجگر ڇپن ڪِرڻ سبب تڏهن ٺهي، جڏهن اهي ڳري ويا ۽ ڪڏا پرجي ويا، جيڪي پوءِ ڍنڍ جو ڏيک ڏيڻ لڳا. هڪ ٻيو قسم آڪسبو ڍنڍ جو به آهي، جيڪا آڪسبو درياهه جي وهڪرن مٿائڻ ۽ پوئتي پاڻي ڇڏڻ جي نتيجي ۾ ٺهي آهي، جيڪا وسيع ميداني علائقن تي مشتمل آهي.

ڪيميائي عمل دخل جي ڪري به ڍنڍون وجود ۾ آيون آهن. جن مان هڪ مثال سنڪ هول ڍنڍ (Sink Hole Lake) جو آهي، اڪثر انهن علائقن ۾، جتي چن جي پٿرن (Lime stone) جا تهه متاڇري جي نزديڪ هجڻ ڪري هيٺان پاڻي چن جي پٿرن کي ڳاري ٿو جنهن سبب ڪڏا پون ٿا ۽ پاڻي هيٺ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. عام طرح اهي سنڪ هول ڍنڍون (Sink Hole Lakes) فلوريڊا پينسلوينيا جو زميني حصو آهن.

قدرتي عمل کان سواءِ هٿرادو/ مصنوعي طريقي سان به ڍنڍون وجود ۾ آيون آهن. ڪيترن ئي ملڪن ۾ آمدورفت جي سهوليتن ۽ ٻوڏن کان بچاءَ لاءِ بند ٺاهيا ويا، جن درياهن جا وهڪرا روڪي، هٿرادو ڍنڍون ٺاهيون. جهڙوڪ: ايريزونا ۽ پاويل ڍنڍون، جيڪي ڪولوراڊو نديءَ سان پريون وڃن ٿيون.

سنڌ ۾ به تقريباً 1200 کان وڌيڪ قدرتي توڙي هٿرادو، مٺي ۽ کاري پاڻيءَ جون ننڍيون وڏيون ڍنڍون وجود رکن ٿيون، جيڪي ڪچي، ڪاچي،

ڪوهستان، ٿر، ڪيرٿر، سنڌوءَ جي چوڙ وارن علائقن ۽ ٻين هنڌن تي موجود آهن. انهن ڍنڍن جو سنڌ جي ماحوليات ۽ اقتصاديات ۾ اهم ڪردار رهيو آهي.

ايامن کان وٺي سنڌو درياهه پنهنجا وهڪرا بدلائيندو رهيو آهي. ماهرن موجب سنڌ ۾ اهڙو ڪو به زمين جو حصو نه آهي، جتان هي درياهه نه وهيو هجي. سنڌو درياهه سنڌو ماٿريءَ جي اُلهندي طرف ڪيرٿر جابلو سلسلي کان وٺي جيسلمير ۽ ٿر جي ريگستان تائين مختلف وقتن تي پنهنجا وهڪرا ۽ گس بدلائيندو رهيو آهي. نتيجي طور پراڻو وهڪرو به درياهي روپ ۾ وهندو رهندو هو جيڪو بعد ۾ ڪجهه سالن کان پوءِ اصلي نياڻ ۾ وهندو هو. پراڻو وهڪرو پاڻيءَ جي چاڙهه سبب پرجي وهندو آهي ۽ اڳتي هلي سياري ۾ گهٽجي ويندو آهي. جڏهن پوئين پراڻي وهڪري جو منهن پرجي ويندو آهي ته پوءِ اهو 'پراڻ ڍنڍ' سڏبو آهي. اهڙيءَ طرح ڪڏهن ڪڏهن پراڻي وهڪري جو ڊگهو نياڻ به ٿي ڍنڍون ٺاهيندو آهي. پراڻ ڍنڍ کان سواءِ سنڌ ۾ ٻين قسمن جون ڍنڍون به موجود آهن، جيڪي هن ريت آهن:

**ٻٽ ڍنڍ:** هي ڍنڍ جو هڪ قسم آهي، جنهن ۾ ڪنهن به طرف کان درياهه جو پاڻي داخل ٿي نه سگهندو آهي. هن قسم جي ڍنڍن ۾ عام طرح برسات جو پاڻي ٻيهل هوندو آهي.

**منهن چوڙ ڍنڍ:** هنن ڍنڍن جا منهن درياهه جي طرف کان کليل هوندا آهن. درياهه هن قسم جي ڍنڍن جي پرسان وهندو آهي. هي ڍنڍون سنڌوءَ ۾ چاڙهه جي موسم ۾ درياهه جي پاڻيءَ سان پربيون رهنديون آهن. بعد ۾ جڏهن پاڻيءَ ۾ لاهه ٿيندو آهي ته پوءِ اهڙين ڍنڍن جا منهن بند ڪري ڇڏبا آهن.

**ڪنب ڍنڍ:** هن قسم جي ڍنڍ تڏهن وجود ۾ ايندي آهي، جڏهن درياهه پنهنجو وهڪرو/ رخ بدلائيندو آهي يا پاڪ/ پائيندڙ ڪندو آهي ته درياهه جي زور آوريءَ واري جاءِ کي آجهار چئبو آهي. درياهه جو نئون وهڪرو پاڪ وسيلي ڪيترا ميل نئين نياڻ ٺاهي ڪنهن پراڻي نياڻ ۾ به وهڪرو ٺاهيندو آهي. آجهار واري پاڪ، زمين جي اندرئين تهه يعني ڄُوئيءَ تائين ويندي آهي. سالن جا سال انهيءَ ڪنب ۾ پاڻي موجود هوندو آهي. ڪوهن وانگر پاڻي ٻنيءَ ڏئي ڪنب ۾ وڌندو آهي ۽ پُرهڻون تار ڪنب ڪافي سال موجود رهندو آهي. ان ۾ پکي ۽ مڇيءَ جي پيداوار ۽ شڪار ٿيندو آهي. ڪنب واري ڍنڍ ۾ شروعاتي سالن ۾ ڪو به گاهه نه ٿيندو آهي. خيرپورميرس ضلعي جي ڪنب شهر واري جاءِ تي قديم وقت ۾ ڪنب/ ڪنب ڍنڍ هوندي هئي.

**مانسرور ڍنڍ:** تازي پاڻيءَ جي هن وڏي ڍنڍ مان سنڌو درياهه نڪري ٿو هيءَ ڍنڍ تبت جي مٿانهين پٽ ۾ واقع آهي. چين جي علائقي لهسه کان 940



ڪلوميٽرن جي پنڌ تي تبت جي خودمختيار علائقي ۾ هيءَ ڍنڍ چين ۾ ماپم يمڪو (Mapam Yumco) جي نالي سان مشهور آهي. هن ڍنڍ جي اولهه ۾ رڪشتل (Rakshastal) نالي ڍنڍ ۽ اتر ۾ ڪيلاش پربت واقع آهي. هن ڍنڍ جي ايراضيءَ تقريباً 4590 چورس ميٽرن تي مشتمل آهي. سمنڊ کان هن ڍنڍ جي اوچائي 15060 فوٽ آهي. هن ڍنڍ جو پاڻي لوٽيائو/ کارو آهي. هيءَ ڍنڍ گول دائري جي شڪل ۾ 88 ڪلوميٽرن تي پکڙيل آهي، هن ڍنڍ جي گهرائي تقريباً 90 ڪلوميٽر آهي. هيءَ ڍنڍ قدرتي طور Gangachhu جي آبي رستي وسيلي رڪشتل ڍنڍ سان جڙيل آهي.

**ڪولاب ڍنڍ:** هي به ڍنڍ جو هڪ قسم آهي، جنهن ۾ درياهه جا ڇڇ، چاڙهه جي مند ۾ وهڪرن وانگر وهندا آهن. درياهه جو پاڻي جڏهن ڇينهرو ڪائيندو آهي ته اهي ڇڇ ڌار ڌار ڊورن جي صورت ۾ وهندا آهن، جن ۾ مڇي به مرندي آهي ۽ پکي به لهندا آهن. سنڌ ۾ ٻه ڪولاب مشهور آهن: جيئل ڪولاب ۽ سيال ڪولاب. جيئل ڪولاب آڳاٽي وقت ۾ هڪ وڏي ڍنڍ هئي. هن ڍنڍ جي نسبت سان ضلعي خيرپور ميرس جي ڳوٺ ٺنڊي مستيءَ جي اولهه ۾ هڪ ڳوٺ آباد آهي، جڏهن ته آڳاٽي وقت ۾ سيال ڳوٺ سان گڏ سيال ڪولاب وارو درياهي وهڪرو وهندو هو ۽ درياهه جو هڪ وڏو بندر هو. هاڻي به چاڙهه وارن ڏينهن ۾ سيال ڪولاب ۾ درياهه جي اُتل جو پاڻي ايندو آهي، پر سيال ڪولاب جي پيٽ واري زمين آباد ٿيندي رهي ٿي. روايت موجب آڳاٽي وقت ۾ هن ڍنڍ جو وهڪرو ڪيڙا ڪيٽيءَ کان وهي دادو- موري پُل واري روڊ کان گهٽو اڳتي نڪري ويندو هو.



منڇر ڍنڍ جو هڪ ڏيک

سنڌ ۾ ڪيترين وڏين ۽ ننڍين ڍنڍون موجود آهن، جن مان: منڇر ڍنڍ (ضلعو: دادو/ ڄامشورو)، ڪينجهر ڍنڍ (ٺٽو)، حمل ڍنڍ، چگڙي ڍنڍ، لنگهه ڍنڍ (قنبر)، چوٽياريون ڍنڍ ۽ ڪاڪاهو ڍنڍ (سانگهڙ) پنهنجي



ڪينجهر ڍنڍ جو هڪ منظر

وسعت ۽ تاريخي واقعن سبب مشهور آهن. ان ڪانسواءِ پٽ شاهه واري ڪراڙ ڍنڍ پڻ مشهور آهي، جنهن جو وڏو حصو هن وقت آباديءَ هيٺ اچي

ويو آهي ۽ مختصر ڏنڊ بچي آهي، جنهن جي پاسن کي ثقافت کاتي پَڪو ڪرائي، ان کي هڪ تفريحي ماڳ جي صورت ڏني آهي. ڪراڙ ڏنڊ جي ڪپ تي سنڌ جي مشهور شاعر شيخ اياز جي مزار پڻ موجود آهي.

**ڏمڪو** (ساز): ڏمڪو ساز، تال لاءِ پنجاب جي ڪن علائقن ۾ وڄايو وڃي ٿو. هيءَ بالٽيءَ جي شڪل جي چوبي خول وانگر ٿئي ٿو. هيٺ سوڙهو ۽ مٿي ويڪرو، ماريل ڪل سان ويڙهيل هوندو آهي. هن ۾ ڪاٺيءَ جو هڪ ڳڙو ڏور سان ٻڌل هوندو آهي. ڏور خول مان لنگهندي تري مان نڪري ٻاهر پئي لڙڪندي آهي، ان ۾ ڪاٺي جيُ هڪ ڏيکي ٻڌل هوندي آهي. هن جو پڙو هٿ سان وڄائبو آهي. انهي وقت ڏور ٻئي هٿ سان ڇڪبي آهي. اهڙي نموني هڪ عجيب قسم جي گونج ۽ ميڊ پيدا ٿئي ٿي. ساڳيءَ ريت جو هڪ ساز تنبي مان به ٺاهئين ٿا، جنهن کي 'تونبا' چون ٿا. ان کان سواءِ پڪل مٽيءَ يا نڪر جي بنا تري واري گهگهي مان به اهو خول ناهيندا آهن. جنهن کي تنڪناري چوندا آهن.



**ڏنڊ راهڙڪي** (ديهه): تعلقي اباوڙي، ضلعي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هينيان ڳوٺ شامل آهن:

جمعو ڪوري، منو راهڙ، ڪمال خان راهڙ، صاحب خٽڪ، قبول ڪونهارو، مياڻي، فوجي چڪ، شيخ سليمان، ڏٽي بخش ڪوري، خوشي محمد، منشو ڪرل، حبيب سميجو، دريا خان ٻرڙو ۽ حاجي فتح محمد.

**ڏنڊورو** (ديهه): تعلقي ننگرپارڪر جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هينيان ڳوٺ شامل آهن:

ساڪر ويرو، پالوا، ڏاٽي گهمون مينگهواڙ، منڙي ڪولهي، پاٽيا، واگهو ڪولهي، ساڪري، ڏاٽي هيمراج ڪولهي، پاڙو ميڪو ڀيل، پاڙو سگرام ڀيل، رتنياري خاصخيلي، رتنياري مينگهواڙ، حسين بخش خاصخيلي، قبول جي ڏاٽي، پکو جي ڏاٽي، مانسنگهه جي ڏاٽي، ڪاٺاٺو ڏهيندڙو ۽ شهداد علي جي ڏاٽي.

- 'ڏنڊورو' نالي سان 60-1950ع واري ڏهاڪي ۾ خيرپورميرس مان هڪ اخبار به نڪرندي هئي.

**ڏنڊي** (ديهه): تعلقي روهڙي ۽ ضلعي سکر جي هڪ ديهه، جنهن ۾ محمد بخش ملڪ ۽ ڪورو نالي به ڳوٺ آباد آهن.

**ڏنڊي شهر** (ماڳ): سنڌ جا اڪثر قديم شهر ڏنڊن، ڍورن يا درياهي شاخن تي آباد هوندا هئا. انهن مان موجوده ضلعي بدين ۾ هڪ ڏنڊي شهر به هو. جيڪو درياهه جي شاخ لڳ هوندو هو. ديهه سومرڪي جي هڪ شاخ، جنهن جا نشان اڄ به ڳوٺ ساجن سومري لڳ ۽ ڏنڊي ڳوٺ جي اولهه ڏکڻ ۾ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. هڪ بيو وهڪرو جيڪو نصرپور کان نڪري 'سڏيرڻ جي ڏنڊي/ ٺلهه' کان سعيدپور ٽڪر جي اوپر دنگ تي گوپانگن جي ڳوٺن وٽان وهي 'ڏنڊي' شهر جي اولهه مان گذرندو هو. تاريخ ۾ ڏنڊي شهر مذهبي حوالي سان اسماعيلي خواجن جي بزرگن جو آستان رهيو آهي. شيخ ممون بزرگ 'ڏنڊي' شهر ۾ رهندو هو. هي آغاتو پير هو جيڪو سيد جميعل شاهه گرناري جو مريد هو. سندس درگاهه ڏنڊيءَ جي اوپر اتر ۾ 'درگاهه شيخ ممون' جي نالي سان آباد آهي. ان ڪانسواءِ شيخ ڪپور ۽ نظام الدين جون مزارون پڻ هن ئي علائقي ۾ آهن. سنڌ ۾ خواجن جي گهڻائي هنن بزرگن جي معتقد آهي. ڪن روايتن موجب ڏنڊي شهر سومرن جي دؤر کان آباد هو. سمن جي دؤر ۾ پڻ هي شهر تبليغي مرڪز طور ڄاتايو ويو آهي.

مير علي شير قانع هن ماڳ جو ذڪر شهر 'محمد طور' جي نالي سان ڪيو آهي. هن ماڳ جي قديمي ۽ تاريخي هجڻ جو ثبوت ڏڙي کان اولهه طرف بيٺل ٽن قبن واري مسجد آهي. هن مسجد ۾ نماز پڙهڻ لاءِ ٻن يا ٽن صفن (قطارن) جي گنجائش آهي. مسجد جو ڏکڻ وارو پاسو ڪجهه شهيد ٿي ويو آهي. ان طرف چون ٿا ته مدرسو به هو. جنهن جي بنيادن جا نشان مسجد جي بنيادن جي برابر مٿاهين ٿيي تي ڏسجن ٿا. هن مسجد جي اندرين ايراضي 20x30 فوٽ ٿيندي.

مسجد جي محراب واري قبي 50 فوٽ ڪن اوچي ٿيندي. هن مکيه وڏي قبي جي ٻنهين پاسي هڪ هڪ ننڍي قبي آهي. هوا لاءِ مسجد کي ٻه مکيه منگهه، هڪ ڏکڻ طرف کان ۽ هڪ اتر طرف کان آهي. هن مسجد جي اڳڻ ۾ بيٺل کهڙن جي وڻن واري ايراضي 50 فوٽ ڪن هم چورس آهي. هيءَ مسجد تعمير جو عمدو نمونو آهي.

هن مسجد جي تعمير ۾ ونگن جي ڏانءُ کان ڪم ورتو ويو آهي، جيڪي ونگ ڏهن جي تعداد ۾ آهن. مسجد جي ديوارن ۾ هوا لاءِ ٽي دريون هڪ پاسي ۽ ٽي دريون ٻئي پاسي ٺهيل آهن ۽ انهن تي ننڍا قبا ٺهيل آهن. هن مسجد جي اوپر طرف عيدگاهه ۽ مسـاڻ به هئا.

سنڌ جي حاڪم ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي دؤر ۾ 'ڏنڊي' شهر پرڳڻي طور استعمال ٿيندو هو. ڊاڪٽر محمد ابراهيم سنڌيءَ لکيو آهي ته ڏنڊي شهر کي ڪتاب ' حديقة الاولياء' جي سنڌي ترجمي ۾ 'ڏنڊي' لکيو ويو آهي، جيڪو درست 'ڏنڊي' ٿيندو.

هن شهر مان لڌل ڪن سڪن وسيلي ڏنڊي شهر جي قدامت بابت ڄاڻ ملي ٿي. هي شهر تمام پراڻو ۽ ڪنهن زماني ۾ اوج تي هو. هن شهر ۾ سنڌ جو سرموڙ شاعر شاهه عبداللطيفءَ ڀٽائي پنهنجي عزيز سيد محمد صلاح بن ابوبڪر وٽ اچي رهندو هو. روايت موجب هي اهو زمانو هو، جنهن ۾ شاهه سائينءَ پنهنجي ناڻ ڏاڏي سيد شاهه عبدالڪريم بلڙي واري جو مقبرو ٺهرايو. لوڪ شاعريءَ ۾ پڻ هن شهر جو ذڪر ملي ٿو. مثال:

ڏنـــڊي ۾ ڍورو،
پالن هنيا پنـيرا،
اجڙيا آري پوٺا.

1877ع کان وٺندي 1940ع تائين هن شهر جي آباد رهڻ جو تذڪرو ملي ٿو پر ورهاڱي کانپوءِ هي شهر بلڪل ختم ٿي ويو. ڪجهه عرصي کانپوءِ 1960ع ڌاري جڏهن هن علائقي مان پيچاري، ڏنڊي ۽ بلڙي شاخون نڪتيون ۽ زمين آباد ٿي ته ڏنڊي شهر نئين سر آباد ٿيو.

هن وقت ڄاڻايل شهر ۾ شيخ، ميربحر (ملاح)، سومرا، ڪامڙيا، سنيا ۽ ماڇي رهندڙ آهن. هتي رهندڙ سنين کي 'ڏانڊي سنيا' چيو وڃي ٿو. ڏنڊيءَ ۾ رهندڙ مشهور شخصيت مولانا الهڏنو ملاح آهي، جنهن ان ڳوٺ ۾ هڪ مدرسو، مسجد ۽ 1983ع ۾ اسڪول به کولرايو.

- موجوده وقت ۾ ’ڏنڊي‘ نالي هڪ ديهه تعلقي ميرپوربٺوري ۾ به موجود آهي. ان کان سواءِ سکر ۾ هڪ يونين ڪائونسل به ڏنڊي نالي سان آهي.
- ڏنڊي نالي هڪ علائقو/ شهر، ٽنڊي محمد خان کان 25 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي سجاول روڊ تي به واقع آهي.

**ڏوڏا** [1] (ذات): ڏوڏا، ملاح ۽ مهاڻا آهن. راجپوتن ۾ به ’ڏوڏا‘ نک آهي. ان کان سواءِ سهتن ۽ ڏاريجن ۾ به ’ڏوڏا‘ نالي سان پاڙا آهن.

**ڏوڏا** [2] (ديهه): تعلقي ڪنڊياري، ضلعي نوشهري فيروز جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڏورو ڏوڏا، سانگي، محمود سيال، صالح سهتو، سوائي رند، لعل خان رند، نورالدين رند، حاجي دريا خان رند، سلطان ماڇي، اميد علي بروهي ڳوٺ، روشن علي ڳوٺ، پورل رند، رند ڳوٺ ۽ بهرام سولنگي.

**ڏوڏارو** (ديهه): ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي ڏيپلي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حاجي تماچي، اوطاق احمد خان، اوُطاق خدا بخش، ارباب امير حسن، ارباب علي محمد، مير علي محمد ٽالپر، عثمان خان، جان محمد احمداڻي، صالح لنجو، نبو شيدي، ولي محمد ڏوهٽ.

**ڏور**: نئين ڪوٽ کان هيٺ ڏکڻ طرف مهراڻ مان هڪ ندي نڪرندي هئي، جنهن کي ڏور ندي چيو ويندو هو. هيءَ ندي آمراڻي جي پراڻن ڪنڌرن کان ٿيندي، ڏکڻ نئين ڪوٽ وٽ ٻن شاخن ۾ ورهائجي ويندي هئي، جن مان هڪ کي ڏور ۽ ٻيءَ کي ڏاڳي نئن چوندا هئا.

ڏور ندي، ونگي شهر وٽان ڏکڻ اوڀر ڏانهن مُڙي، ڏهرن وٽان لنگهندي، ڪڇ جي رڻ ۾ داخل ٿيندي هئي. شاهه لطيف، سُر ڏهر ۾ ڏور نديءَ جو ذڪر ڪيو آهي:

آيو ڏور ڏري، اصل سندي آسري،
ڪنيڙ پونءِ ڪري، پير ڏکويا پکٽين.

**ڏورُو** (ساز): هي ساز ڏمري کان ڪجهه وڏو ٿئي ٿو ۽ آواز به تکو آهي. هن جي ڪشن جي مٿان سوڙهي حصي وٽ ڪپڙي جي پٽي يا بند ٻڌبو آهي، جنهن جي چڪ يا ڍر سان ساز ملائبو آهي. ڪپڙي جي پٽي پرت يا ٽئونرن سان سينگار ٿيندي آهي. ڏونڪو به رنگين ٿئي ٿو. ڏوري جو ٻيو قسم ڏمري سان لاڳاپيل ٿئي ٿو. ضرب لاءِ ڪپڙي جون لُسريون يا سخت پڙيون استعمال ڪبيون آهن. ڏورو گهٽو ڪري ٺوٺائي ڦيٽائي ۽ جهاڙ وجهندڙ استعمال ڪندا آهن.

**ڏورو پراڻ**: سنڌو درياهه جو قديم وهڪرو، نوابشاهه (موجوده بينظيرآباد)، موري ۽ سڪرنڊ تعلقن جي وچ مان نڪري، شهدادپور وٽان وهندو هو ۽ ميرپورخاص شهر جي اوڀر کان ٿيندو جهلوريءَ جي اڀرندي طرف کان، ڪوٽ غلام محمد شهر جو الهندو پاسو ڏئي، ڊگهڙيءَ جي اوڀر کان اٽڪل ٽن ميلن کان ٿيندو، ٽنڊي جان محمد شهر جي اوڀرندي ۽ جهُڏي شهر جي الهندي پاسي کان وهندو، ميرپورخاص ۽ بدين ضلعن جي ڊنگ وٽان وهي، رحمڪي بازار کان اٺ ڏهه ميل اڳتي لکپت بندر وٽ ڪوري ڪاريءَ ۾ عربي سمنڊ ۾ وڃي ڇوڙ ڪندو هو.

پراڻ ڏورو جي معنيٰ پراڻ درياهه آهي، جنهن ۾ گهٽ پاڻي موجود هوندو هو. جيمس ٽاڊ ’تاريخ راجستان‘ ۾ لکيو آهي ته سنڌو نديءَ جي هڪ شاخ هاڪڙي مان امرڪوٽ جي پاسي کان وهندي هئي، ٿي سگهي ٿو ته اُها پُراڻ ڏورو هجي. هن وڌيڪ لکيو آهي ته سنڌو نديءَ جي هڪ شاخ لکپت بندر پرسان عربي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿي، اها سمنڊ جي اوڀر پاسي وارين پٽن جي پرسان وهي ٿي، جنهن کي مِڻي ندي يا مهراڻو به چوندا آهن.

تاريخ ريگستان ۾ ڄاڻايل آهي ته مهراڻو نديءَ جي وهڪري جي ڀر واري پاڳي کي مهراڻو چئجي ٿو جنهن ۾ مڻيءَ جي اولهه وارو پاڳو ۽ عمرڪوٽ تعلقي جي ڏکڻ اولهه وارو پاڳو اچي وڃي ٿو ان کي مهراڻو ان ڪري چئجي ٿو جو تر جي ’منهن‘ يا ’موهڙ‘ وارو علائقو آهي. ڏورو پراڻ به اتان لنگهي ٿو جنهن ۾ ڪڏهن پاڻي هوندو آهي ته ڪڏهن سُڪو پيو هوندو آهي.

سنڌوءَ جي ان وهڪري کي پراڻ/ ڏورو پراڻ ان ڪري به چيو ويو آهي ته سنڌو درياهه پنهنجو وهڪرو بدلائي ٻيو وهڪرو اختيار ڪيو. اهڙيءَ طرح ڇڏيل وهڪرو پُراڻ/ ڏورو پراڻ ٿي ويو.

سنڌ ۾ پراڻ کان سواءِ قديم دور ۾ سنڌوءَ جا ٻيا به وهڪرا وهندا هئا، جن ۾ ساڳرو، گهگهه، نيرو ڳنو ۽ ريڻ شامل هئا، پر جڏهن پراڻ ويران ٿيو ته ٻيا وهڪرا به بند ٿي ويا ۽ ان وهڪري سان لاڳاپيل شهر وڳهه ڪوٽ، روپا ماڙي ۽ ساڳرو به تباهه ٿي ويا.

تاريخ جي ڪتابن ۾ اچي ٿو ته علاؤالدين خلجي جڏهن دهليءَ مان رواني ٿي سنڌ پهتو هو ته ڪيس پراڻ تان ٽپڻو پيو هو ۽ هن پراڻ پار ڪري دودي سومري سان جنگ ڪئي هئي. هن پراڻ جو اڀرندو پاسي وٺي نئين ڪوٽ تي به حملو ڪيو هو.

جهاري جبل واري جنگ دوران ڪچين جي باغي رويي سبب ميان غلام شاهه ڪلهوڙي، پراڻ درياهه تي موري واري جڳهه تي هڪ وڏو بند

ڏياريو هو. جنهن سان ڪوري نار ڏانهن مٺي پاڻيءَ جي پهچ بند ٿيڻ ڪري ٿي ۽ ڪڇ ۾ سارياليءَ فصل کي نقصان پهتو ۽ آبادي ويران ٿي وئي هئي. سن 1819ع ۾ آيل زلزلي سبب ڪڇ جو سنوريءَ وارو زميني پاڳو هيٺ ٿي ويو ۽ ان ۾ سمنڊ جو پاڻي ڪاهي آيو. جنهنڪري اُهو علائقو کاري پاڻيءَ جي ڍنڍ بڻجي ويو.

ڪن روايتن موجب شاهه لطيف به ڏوري پراڻ وٽان لنگهيو هو. جنهن جو ذڪر رسالي ۾ ملي ٿو:

ڍٽ ڍري، پٽ پيئون، آيون ڪاهي ’ڪاماري‘،
وٺا پَٽ ’پُراڻ‘ جا، وٺيون سامـاري،
ڪـڪـر ۾ ڪاري، وڃرين پَسو ويس ڪيا.

—

سُڪي ’ڏور‘ ڏيون ٿيو، ڪنڌي ڏنو ڪاٺ،
پاٺـي ’پـتـيـهـل‘ ۾، اڳيون نـه آيـو،
ماڙهن ميڙائو، کهين پيٽيين.

**ڏورو لڪمير** (ديهه): تعلقي ۽ ضلعي ٽنڊي الهيار جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن:

عالم لڪمير، صوبيدار گرواڻ، ولي ڏنو لڪمير، خورشيد مهاجر، الهه بخش هاليپوٽو، حنيف مهاجر، عرس ستارڏنو، قاضي فارم، ڏاڙهون بروهي، ڪارو بروهي، حاجي زردار خان، ڊاڪٽر سائين ڏنو هاليپوٽو، پانڌي هاليپوٽو، عبدالله هاليپوٽو ۽ رحيم بخش بروهي.

**ڏورو نارو** (شهر): ڏورو نارو، ضلعي ۽ تعلقي عمرڪوٽ جو هڪ اهم شهر آهي. هيءُ شهر ميرپورخاص- کوکراپار ريلوي لائين تي آباد آهي. هتي هڪ ننڍڙي ريلوي اسٽيشن آهي. هن شهر جي آبادي 35 کان 40 هزارن جي لڳ ڀڳ آهي. ڏورو نارو ٽائون ڪميٽي ڇهن وارڊن ۽ يونٽن تي مشتمل آهي، جن ۾ دڙو، ڪٺار، فضل چوپاڻ، ساڌر ۽ شهري وارڊ شامل آهن. هتي گورنمينٽ بوائز هاءِ اسڪول، گرلس هاءِ اسڪول، رورل هيلٿ سينٽر، پوسٽ آفيس، پريس ڪلب، 2 لائبريريون (لطيف لائبريريءَ جي نالي سان: هڪ ٽائون ڪميٽيءَ جي ۽ ٻي اولڊ بوائز ويلفيئر ايسوسيئيشن جي)، ٽيليفون ايڪسچينج، وٽرنري اسپتال، برف جو ڪارخانو، واٽر سپلاءِ ۽ سيوريج جون اسڪيمون ۽ حبيب بئنڪ موجود آهن. ٽائون ڪميٽيءَ محدود وسيلن جي باوجود وڏا ترقياتي ڪم ڪرايا آهن، جن ۾ گرهوڙي بس اسٽئنڊ، شاپنگ سينٽر روڊ، اسٽريٽ لائيٽ ۽ هينڊ پمپ شامل آهن. ڏورو نارو شهر ۽ ان جي پسگردائيءَ وارو علائقو صنعت جي لحاظ کان ڪافي اڳيرو هو ۽ سنڌو درياهه جو وهڪرو هاڪڙو ڏورو پڻ هتان گذرندو هو. جيڪو عمرڪوٽ کان ٿيندو نبي سر روڊ چوڙ ڪندو هو ان ڪري زراعت جي لحاظ کان آبادي تمام گهڻي ٿيندي هئي. ان ڪري هتي ڪپهه ٽاڻڻ جو ڪارخانو، 3 رائيس ملون، چمڙي جو ڪارخانو لوڻ مِل لڳايون ويون، جيڪي وقت گذرڻ سان گڏ بي ڌيانيءَ جي ڪري ختم ٿي ويون آهن. هن شهر کي عروج اتان جي پڙهيل لکيل ماڻهن جي ڪري مليو ۽ خاص طور تي سماجي تنظيم اولڊ بوائز ويلفيئر ايسوسيئيشن هن شهر کي ترقي ڏياري. هي شهر پهرين تمام ننڍو هو، پر پوءِ آهستي آهستي آبادي وڌندي وئي. هن شهر جي پرسان هڪ هيو شهر غلام نبي شاهه نالي سان اڏيو ويو آهي. ڏوري ناري شهر جي هڪ اهم سڃاڻپ اها به آهي ته پاڪستان ٺهڻ کان اڳ سياسي ورڪ دوران ڏوري ناري ريلوي اسٽيشن تي مسلم ليگ جي اڳواڻ قائداعظم محمد علي جناح ۽ ڪانگريس اڳواڻ جواهر لعل نهروءَ، بمبئيءَ کان ڪراچيءَ ويندي ترسي، ماڻهن کي خطاب ڪيو هو. شهر جي پرسان ڏورو وهڻ ڪري، هن وقت به هي شهر ۽ آسپاس جا علائقا سرسبز ۽ شاداب آهن. شهر جي پرسان فرش موريءَ بڻراج مان ست ڪئنال نڪرن ٿا، جيڪي مختلف علائقن کي آباد ڪن ٿا. هن شهر تي ڏورو نارو نالو ان ڪري پيو جو هتي پراڻو ڏورو ۽ موجوده نارو فرش موري وٽ پاڻ ۾ ڳنڍجن ٿا، جنهنڪري ٻنهي کي ملائي هن شهر کي ڏورو نارو سڏيو ويو. هن شهر کي وڌائڻ توڙي شعوري حوالي سان اڳيري ڪرڻ ۾ سماجي تنظيمن جو تمام وڏو هٿ آهي. سڀ کان پهرين سماجي تنظيم اولڊ بوائز ويلفيئر ايسوسيئيشن جو قيام 1978ع ۾ عمل ۾ آيو. جنهن جا بنيادي رڪن حاجي خير محمد مگريو، قبول احمد سومرو، جيئند ساند، پمرو مل، ڊاڪٽر محمد سومار مگريو، لڪاڏنو مگريو، مير حسن پلي، غازي سمون، فتح محمد مگريو، علي نواز پيٽي، جاويد پلي، عبدالرشيد راڄڙ، ڊاڪٽر گوري شنڪر، لڇپت راءِ، ولي محمد نهڙي، پگڙو مل ۽ بڇل چوپاڻ، مير حسن آريسر ۽ جلال ڪوري هئا ۽ پهريون چيئرمئن قبول احمد سومرو ٿيو. هن تنظيم جي قيام بعد جلد ئي هاءِ اسڪول جي شاگردن لاءِ مارئي هاسٽل قائم ڪئي وئي، جنهن ۾ ڪيترن شاگردن جي رهڻ ۽ کاڌي پيتي جو مڪمل بندوبست ڪيو ويو. ان بعد هر سال تنظيم تعليمي سيمينار ۽ ڪانفرنسون ڪوٺائيندي آهي، جن ۾ سنڌ جا اديب، دانشور ۽ شاعر شريڪ ٿيندا رهيا آهن، جن ۾ شيخ اياز، محمد ابراهيم جويو، علي بابا، ادل سومرو، اياز گل، تاج جويو، شمشير الحيدري ۽ ٻيا شامل آهن. هنن ڪانفرنسن ۽ سيمينارن ۾ شاگردن جا تقريري مقابلا ڪرايا ويندا هئا ۽ کين انعام طور ڪپڙا، ڪتاب، پينون ۽ ڊريسون ڏنيون وينديون هيون. 1981ع ۾ تنظيم هڪ ڊرامو ’بد نصيب ٽري‘ پيش ڪيو. جيڪو هتان جي ماحول ۽ حالتن جي عڪاسي ڪندڙ هو ۽ تمام گهڻو مقبول ٿيو. اهڙيءَ طرح هيءَ تنظيم هن شهر کي شعوري سگهه بخشيندي رهي ٿي. ان دور جا ڪيترا شاگرد اڄ جا ڊاڪٽر، انجنيئر ۽ اسڪالر آهن. ان بعد هڪ ٻي سماجي تنظيم ’رورل ايرياز ڊيولپمينٽ آرگنائيزيشن‘ وجود ۾ آئي. هن تنظيم ڏوري ناري شهر ۾ ڪمپيوٽر سينٽر قائم ڪيو. جنهن تحت شاگردن کي مفت ڪمپيوٽر ڊپلوما جا ڪورس ڪرايا ويندا هئا.

ڏورو نارو قومي تحريڪ جي حوالي سان به مرڪز رهيو آهي. لڳ ڀڳ سمورين تنظيمن جا يونٽ هتي قائم آهن. سنڌ جي قومپرست اڳواڻ عبدالواحد آريسر جو به هن شهر سان گهرو لاڳاپو رهيو آهي. هن وقت چار سماجي تنظيمون: ٽرڊيپ، الحبيب ويلفيئر ايسوسيئيشن، هاڪڙو لوڪل سپورٽ آرگنائيزيشن ۽ ينگ ويلفيئر ايسوسيئيشن هتي ڪم ڪري رهيون آهن.

ڏوري ناري شهر جي پسگردائيءَ ۾ ڪيترا وڏا ڳوٺ آباد آهن. جن ۾ ڏورو نارو دڙو، فضل چوپاڻ، ڪٺار، ڪنيرو، حاجي خان محمد مگريو،

حاجي ولي محمد منگريو، سادڙ، ڏيهو خليفو گل بيگ راڄڙ، بلاول هاليپوٽو ۽ ٻيا شامل آهن.

ڏوري ناري شهر کي ويجهو ڪنيري لڳ ڪيلهانڪر نالي هڪ ڍنڍ آهي، جيڪا خوبصورت تفريحي ماڳ آهي. هتي جپسم جو وڏو ذخيرو به موجود آهي. شهر جي ويجهو ڪجهه ڪلوميٽرن جي پنڌ تي هڪ قديم قبرستان (ڏيهي جو قبرستان) آهي.

هتان جي ٻولي نج سنڌي آهي. هتي ڪيترين ذاتين هڪ وڏي عرصي کان آباد آهن، جن ۾ مگريا، راڄڙ، ڀنڀرا، آريسر، ڪوري هاليپوٽا، ملاح، مگٺهار، شيدي، مهر، سما، تيلي، شيخ، سوٽهڙ، مينگهواڙ، ڀيل، ڪولهي، مهاجر ۽ پنجابي شامل آهن.

ڏورو نارو جيئن ته مرڪزي شهر آهي، جنهنڪري هتان چئني پاسي روڊ رستا نڪرن ٿا. ڏوري ناري کان چوڙ ۽ کوکراپار تائين ۽ ڏکڻ طرف سانگهڙ- ميرپورخاص روڊ وڃن ٿا. هن شهر ڪيترين سياسي، سماجي، علمي ۽ ادبي شخصيتن کي جنم ڏنو آهي، جن ۾ حاجي خان محمد مگريو، فقير محمد جادم مگريو، مير حسن آريسر، حاجي خير محمد مگريو، ميئون عبدالخالق ولهاري، فقير محمد رمضان مگريو، فقير مگهن مگريو، قاضي محسن پلي، ماستر خان محمد آريسر، ڀاروچو راڄڙ، اسماعيل چوياڻ، ڊاڪٽر حنيف آريسر ۽ ٻيا اچي وڃن ٿا. ڏورو نارو شهر صنعتي ۽ تجارتي حوالي سان ڪاروبار جو سنو مرڪز رهيو آهي.

**ڏوري بچل** (ديهه): تعلقي ۽ ضلعي نوشهري فيروز جي هڪ ديهه، جنهن ۾ بخشو رند ۽ خان ڏاهري نالي به ڳوٺ آباد آهن.

**ڏول** (ذات): سنڌ جي هڪ مشهور ذات، جيڪا سمن جو هڪ پاڙو آهي. هن ذات کي شاهه لطيف پنهنجي شاعريءَ جي سُرڏهر ۾ ڳايو آهي:

مَ ڪـر ڏول ڍلـو، نـاتـو نـمـاڻـيءَ سـان.

**ڏولا ويرا** (Dholavira): سنڌو تهذيب جو هي مشهور ماڳ ڀارت ۾ گجرات رياست جي ضلعي ڪڇ جي تعلقي بچائو (Bachau) ۾ "10 '53 °23 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ "13 '00 °70 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي موجود



آهي. ڏولاويرا، گجرات صوبي جي ڪادر (Khadir) ٻيٽ تي موجود آهي. مقامي طور ان کي ڪوٽڙا ٽمبا سڏيو وڃي ٿو. جنهن جي چوڌاري ڪافي تعداد ۾ ڪڇ جي رڻ جو لوڻ پکڙيل آهي. هي ماڳ ٻن قديم وهڪرن منهر (Manhar) ۽ منسر (Mansar) جي ڪنڌرن جي صورت ۾ هو جنهن کي 1967ع ڌاري لڌو ويو. 98-1997ع ۾ هندستان جي قديم آثارن جي ماهر آر. ايس. بشت ۽ سندس ساٿين ٽن سالن جي محنت کان پوءِ هن ماڳ کي ڳولي، ان جي رپورٽ انڊين آرڪيالاجي رِويو جي سال 99-1998ع ۾ ڇپائي. هن ماڳ جي کوٽائي ڪري، ان کي سنڌو تهذيب جو همعصر قرار ڏنو ويو آهي. دڙي جي مٿان قبرستان ٽهيل هو، اهو قبرستان 100 هيڪٽرن (247.10 ايڪڙن) جي ايراضيءَ ۾ پکڙيل هو. اهو ماڳ قلعي بند بستيءَ جي صورت ۾ هو. جنهن جو لاڳاپو سنڌو تهذيب جي مرڪزي شهرن موهن جي دڙي ۽ هڙپا سان هو. هي سنڌو تهذيب جي پنجن وڏن شهرن مان هڪ شهر ڪري ڳڻيو وڃي ٿو جن ۾ موهن جو دڙو، هڙپا، ڪالي بنگن، گنيرِ والا ۽ ڏولاويرا شامل آهن. هي قلعي بند شهر چئن حصن ۾ ورهايل آهي: (1) وچون شهر/



آبادي، (2) هيٺيون شهر/ آبادي، (3) قلعو (4) راندين/ ميلن جي ڊوڙ جا ميدان. ان کان سواءِ پاڻيءَ جي ذخيري لاءِ قلعي اندر چٽن ئي ڪنڊن تي حوض ٺهيل آهن. قلعو مستطيل ۽ ٽلهين پٽين جو ٺهيل هو، جيڪو اوپر کان اولهه ڊيگهه ۾ نظر اچي ٿو. شهر جي رٿا جو نمونو موهن جي دڙي، هڙپا يا ڪالي بنگن جهڙو نه، پر 'بنا والي' ماڳ جهڙو آهي. جوان وانگر هتي به رهائشي جايون قلعي جي ڏکڻ ۾ آهن. ڪالي بنگن ۽ سرڪوٽڙا وانگر قلعي جي اوڀر ۽ اولهه ۾ ٻن وڏين عمارتن جا آثار ملن ٿا. هڪ قلعي بند محل ۽ ٻي ڪا مذهبي عمارت ٿي سگهي ٿي. محلات مٿانهين هنڌ تي برجين سان اڏيل آهي، جنهن کي پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ ناليون به هيون. شهر جي اتر ۾ وڏو ۽ ڊگهو ميدان ڇڏيل آهي، جيڪو گهڻن مقصدن لاءِ ڪتب ايندو هوندو، جن ۾ گڏجاڻيون، مذهبي رسمن جي ادائگيءَ لاءِ ميڙاڪا، قومي گڏجاڻيون ۽ ميلا وغيره لڳندا هوندا. ٿي سگهي ٿو ته انهيءَ ميدان ۾ ڪي درآمدي/ برآمدي مال جون بازارون به لڳنديون هجن، جتي ٻري کان مال ڏيڻ ۽ وٺڻ وارا ايندا هجن. ان ميدان کان ٿورو اتر ۾ وچئين شهر ۽ ان کان ٿورو اڳتي اوڀر ۾ هيٺئين شهر جا نشان آهن. محلات جي ڏکڻ ۾ حوض ملڻ واري هنڌ هڪ والار جا نشان ملن ٿا، جيڪي پٿ سان گڏو گڏ هلن ٿا. اتي شايد شهري آباديءَ جي وڌڻ ڪري نئين آبادي ترتيب ڏني وئي هجي. شهر جو نقشو اهڙو آهي، جهڙو هڙپائي دور جي شهرن جو هوندو هو. هتي ثقافت جا 9 مرحلا ملن ٿا. اهي سمورا مرحلا کوٽائيءَ کان پوءِ مليا

آهن. جن کي آثار قديمہ جي ماهرن تفصيل سان لکيو (Documented) آهي. سنڌو تهذيب، هڪ شهري ثقافت هئي، جيڪا 1500 سال يعني 3000 ق. م کان 1500 ق. م تائين هتي زندهہ رهي. پهرئين مرحلي ۾ هڪ مضبوط قلعو مليو، جيڪو هاٿي محلات واري دڙي جي هيٺان آهي. انهيءَ دبيل قلعي جي ڏکڻ واري پاسهين ماڳ جي ڏکڻ-اتر ۾ نظر اچي ٿي، جنهن جا 11.10 ميٽر ديگهہ ۾ بنياد اجا بيٺا آهن. پنجين مرحلي ۾ پهرئين شهر مان مختلف قسم جون وٿون ملن ٿيون، جن ۾ ٺڪرائو مهرون ۽ وٽ آهن. ان کان پوءِ هن ٽن ڏهاڪن تائين شهر شايد اڻ وسيل رهيو. پر اهو ڪو گهڻو عرصو ڪونہ هو. ترت پوءِ ئي انهيءَ تهہ مان هڪ نئون ثقافتي دور ملي ٿو. جيڪي وٿون ملن ٿيون، تن ۾ ٺڪرائو اهم آهي، جيڪو سنڌ ۽ راجستان مان آندل ٿو ڏسجي. هي ماڳ 3000 ق. م ڌاري آباد ٿيو ۽ 2100 ق. م ۾ هن شهر جو عروج گهٽيو ۽ 1450 ق. م. مڪمل طور ڦٽي ويو.

ڪوٽائيءَ ڪانپوءِ هن وسنديءَ جا 7 دؤر ملن ٿا:

(1) 2550 -2650 ق. م، جيڪو اوائلي هڙپائي دؤر (Early Harappan) سان واسطو رکي ٿو.

(2) 2500 -2550 ق. م، جيڪو هڙپائي اوج (Mature) واري دؤر سان واسطو رکي ٿو.

(3) 2200-2500 ق. م هڙپائي اوج وارو دؤر، جنهن کي الف هڙپائي دؤر سان ظاهر ڪيو ويو آهي.

(4) 2000 -2200 ق. م هڙپائي اوج وارو دؤر.

(5) 1900 -2000 ق. م. هڙپائي اوج وارو دؤر.

(6- الف) 1850 -1950 ق. م جنهن دؤر ۾ ماڳ تباهہ ٿيو.

(6- ب) 1750-1850 جنهن ۾ وري ڳوٺ جي صورت ۾ آباد ڪيو ويو.

(6- ٿ) 1650-1750 ق. م جنهن دؤر ۾ اهو ڳوٺ بہ برباد ٿي ويو.

(7) 1451-1650 ق. م ۾ پيهر ڳوٺاڻي زندگيءَ جا آثار ملن ٿا، جنهن کي هڙپائي ڳوٺاڻي دؤر جو نالو ڏنو ويو. پر 1450 ق. م کان پوءِ ڪا بہ اهڙي وٽ يا نشاني نہ ملي، جو چئي سگهجي تہ هن کي ڪووري وسايو ويو هو.

1989ع کان هن ماڳ جي کوٽائي آر. ايس. بشٽ جي نگرانيءَ ۾ شروع ٿي. کوٽائي ڪندي صاف سٿري ڳوٺاڻي زندگيءَ ۽ اڏاوتن جا آثار ۽ ٻيون وٿون مليون آهن، جن ۾ مهرون، مٽيا، جانورن جا هڏا، ٺڪر جي ٿانون جا ٽڪرا، سون، چاندي ۽ مختلف ڌاتن جا زيور شامل آهن. ملندڙ ٿانون جو تعلق ۽ نمونو موهن جي دڙي مان نڪتل ٿانون سان ملي ٿو ان لاءِ چئي سگهجي ٿو تہ ڌولا ويرا جا ماڻهو گجرات، سنڌ، پنجاب ۽ الهندي ايشيا جي ملڪن سان تجارت ڪندا هئا. اڏاوتن کي ڏسي چئي سگهجي ٿو تہ هي وسندي لوٿل نالي ماڳ کان بہ پراڻي آهي، جيڪا 100 هيڪٽرن تي پکڙيل آهي. اها ايراضي 7710.10 ميٽر ديگهہ ۽ 610.85 ميٽر ويڪر ۾ آهي. موهن جي دڙي ۽ هڙپا وانگر گهرن جون اڏاوتون جاميٽريءَ جي اصولن موجب رٿيل آهن.

وچئين ۽ هيٺئين شهر کي الڳ قلعو ڏئي محفوظ ڪيو ويو آهي. ان کان سواءِ هڪ الڳ قلعو بہ ڏکڻ طرف ملي ٿو جنهن جي برجين جا نشان موجود آهن. هن ماڳ جي اهم سڃاڻپ ان جون پٽيون آهن، جيڪي پٿر سان اوساريل آهن. جڏهن تہ موهن جي دڙي ۽ هڙاپا جون پٽيون پڪين سرن سان اوساريل آهن. حوض کان سواءِ هڪ گول نموني جي اڏاوت ملي ٿي، جنهن کي قبرستان چئي سگهجي ٿو پر ڪنهن بہ قسم جي مردي جي هڏي هتان نہ ملي آهي، جنهنڪري اهو ڪو مذهبي يادگار ٿي سگهي ٿو موهن جي دڙي ۽ هڙپا مان ڪيترين ئي مهرون مليون آهن. جن تي ڪا لکت آهي ۽ اڄ تائين پڙهجي نہ سگهي آهي. اهڙي قسم جي لکت واريون مهرون هتان بہ مليون آهن، جيڪي ٽامي ۽ ڪنجهي جون آهن. ڪي مهرون ٺڪر جون بہ آهن. گمان آهي تہ اهي مهرون ڪاروبار ۽ انتظامي طور ڳڻپ، ياداشت رکڻ يا ڪن حڪمن ڏيڻ لاءِ هيون. ڌولا ويرا مان موهن جي دڙي جي لکت جون ڪل ڏهہ مهرون مليون آهن.

**ڌول فقير:** سنڌ جي نامور راڳي ڌولڻ 'ڌول فقير' ولد فقير محمد خاصخيليءَ، 1921ع ڌاري پاٽويون، ضلعي ميرپورخاص ۾ جنم ورتو غربت سبب فقط



بہ درجا سنڌيءَ جي تعليم پرائي سگهيو. راڳ ۽ موسيقيءَ سان ننڍي هوندي کان ئي ڪيس بي انتها انس هو. هن راڳ جو فن اوتارن، مڪانن، درگاهن ۽ ميڙن ملاکڙن ۾ ڳائي وڄائي ۽ ٻين وڏن ڳوئين ۽ ڳائڻن کي ٻڌي سکيو اهوئي سبب آهي، جو ڌول فقير جي ڳائڻ ۾ جڏهن جو اظهار ۽ راڳڻين جي سڃاڻپ ۽ فن جي مهارت نظر اچي ٿي.

ڌول فقير باقاعدي موسيقيءَ جي تعليم پهرين مقامي طور مشهور فنڪار اسماعيل کان ورتي. ان کان پوءِ مشهور صوفي شاعر منٺار فقير جي پوٽي ولي بخش وٽ باقاعدگيءَ سان سکيو.

ڌول فقير ننڍپڻ جي زماني ۾ ڪلاسيڪل راڳين کان پڳتي بہ ٻڌي هئي، جنهن جو متس اثر اهو ٿيو تہ ڪڏهن ڪڏهن ڪلام سُرَ ۾ ڳائيندي ڳائيندي بلڪل پڳتن وانگي، وچ ۾ بيهي، ڏوهيڙو بغير راڳڻيءَ جي تحت اللفظ چئي ڏيندو هو جيڪو سندس مخصوص انداز (Typical Style) هو. ان سان گڏوگڏ باقاعدي راڳڻي ۽ ان جا ضابطا نظر ۾ رکندي بہ ڏوهيڙا ڏيندو هو.

ڌول فقير داستان گوئي بہ ڪئي. سندس آلاپ نرالو هو. ڏوهيڙن سان گڏوگڏ جتي چاهيندو هو، اتي ڳالهائڻ بہ شروع ڪري ڇڏيندو هو، جيڪو ان جي ڪلام جي مفهوم کي وڌيڪ اثرائتو ڪندو هو ۽ سامعين کي ان کي سمجهڻ ۾ ڏکيائي محسوس نہ ٿيندي هئي.

ڌول فقير جي هڪڙي ڳالهہ جيڪا گهڻو عام ٿي ۽ جنهن کي هر طبقي جي موسيقي ٻڌندڙن ساراهيو، سا هئي راڳڻين جي حساب سان لهرن، مِيندن، مُرڪن ۽ رمزن کي بروقت ۽ مناسب وقت استعمال ڪندي پنهنجي گائڪيءَ کي پر اثر ڪرڻ جو فن. هن وچئين عمر ۾ پاٽويون مان لڏي اچي ٽنڊي الهيار ۾ رهائش اختيار ڪئي. ڌول فقير، مخدوم طالب المولىٰ جو مريد هو مخدوم طالب المولىٰ جي سعيي سان ئي 1948ع ڌاري

ڪراچي ريڊيو تي پروڊيوسر محمد بخش انصاريءَ ڪيس متعارف ڪرايو ۽ ٽيليويزن تي ڪيس عبدالڪريم بلوچ متعارف ڪرايو. ڏول فقير جي ساٿي فنڪارن ۾ حسين بخش خادم، فقير عبدالغفور، فقير امير بخش، فقير عيسيٰ، يار علي فقير، مصري فقير، عنايت فقير ۽ ٻيا اچي وڃن ٿا. پر انهن سڀني ۾ ڏول فقير جو انداز منفرد هو.

ڏول فقير نيڪ انسان ۽ منفرد فنڪار هو. هن 22 جون 1992ع وفات ڪئي. سندس مزار ٽنڊي الهيار ۾ آهي. 23 مارچ 1990ع تي سرڪار کيس 'پرائيڊ آف پرفارمنس' اوارڊ ڏنو. ڏول فقير جو پٽ فقير محمد 'ڏول فقير فائونڊيشن' نالي ادارو قائم ڪري اشاعت جو ڪم ڪري رهيو آهي ۽ هو پاڻ به والد جا ڪيترا ڪلام سُريلي آواز ۾ ڳائيندو آهي.

**ڏولڪ** (ساز): هن ساز کي دهل جي ننڍي صورت چئي سگهجي ٿو. ڍولڪ کي 'ڍڪواز' به چوندا آهن. هي پکاوج جي مثيل صورت آهي. ڍولڪ سنڌ ۾ ڪافي، ڪلام، نيم ڪلاسيڪل راڳ وقت سنگت ۾ وڄائي ويندي آهي.



ڏولڪ جي بناوت به دهل جهڙي ٿي ٿئي ٿي.

ڏولڪ کي به دهل وانگر نر ۽ مادي به پاسا ٿيندا آهن. پر دهل جو آواز وڏو ۽ ڏولڪ جو آواز مانو ٿئي ٿو. ڏولڪ کي طبلي جي جاءِ تي به ڪتب آڻي سگهجي ٿو. ڏولڪ دهل کان سائيز ۾ ڪافي ننڍي ٿيندي آهي. هن ۾ ڪاٺ جي نهيل اکري يا نريءَ کي ٻنهي پاسن کان ڇڪريءَ جي کل مان نهيل به گول پڙا چاڙهي ٻنهي پڙن کي وڏي رسيءَ جي مدد سان مڙهيو ويندو آهي. اها رسي ان طرح ويڙهيل آهي، جيئن پڙا به مضبوط ويهن ۽ رسيءَ جا ٿوري ٿوري مفاصلي تي اکري يا نريءَ جي چوڏاري ٽوڻل نوَ گهر ويهن. پوءِ انهن نون ٿي گهرن کي چڪي يا ڍرو ڪري، هارمونيم جي سر جي آڌار تي مادي يا تاليءَ وارو پڙو ملايو ويندو آهي. اڄڪلهه ڏولڪ جي بناوت ۾ ڇڪريءَ جي کل کان سواءِ عام استعمال واري ايڪسري شيٽ (X-Ray Sheet) ۾ به استعمال ٿئي ٿي. ڏولڪ ۾ وڏي رسيءَ جي جاءِ تي پيچ ۽ نٽ به ڪتب آندا ويندا آهن. اهڙي پيچن ۽ نٽن سان مڙهيل ڏولڪ کي 'نال'



ڪري سڏيو وڃي ٿو. نال جا وري ٻه قسم ٿيندا آهن. هڪ نال جي ماديءَ جو منهن ننڍو ۽ نر جو منهن وڏو ٿئي ٿو ۽ ان نال جي وچ واري نري يا اکري سنهي ٿئي ٿي. ان قسم جي نال کي 'لڪدار نال' ڪري سڏجي ٿو. نال جي ٻئي قسم ۾ ٻنهي پاسن يعني نر ۽ ماديءَ جا منهن برابر ٿين ۽ اکري ٿلهي هجي ٿي. ان قسم جي نال کي 'ڏيڏي نال' ڪري سڏجي ٿو. ڏولڪ مان طبلي وانگر ڪيترائي ٻول ادا ڪري سگهجن ٿا. مثال طور: ڌا- ڌن- ڌي- ڌت- ڪڙ- ڪت- ڪت- ڪن وغيره. سنڌ ۾ ڏولڪ جي وڄت عام آهي ۽ سنڌ جا پلوڙ ڏولڪ نواز هن فن وسيلي ملڪان ملڪ مشهور آهن. جن ۾ استاد محمد ٻچل، استاد محمد آچر، استاد محمد صادق، استاد خان محمد سمون، غلام مصطفيٰ 'مشتاق'، لعل بخش چنو، فقير قلندر بخش ۽ انب جوڳيءَ جا نالا قابلِ ذڪر آهن.

**ڏول مارُو**: هي داستان ٿرجي خطي سان واسطو رکي ٿو. هن داستان جا مرڪزي ڪردار ڍولو نرور ۽ مارل (عورت) آهن. هيءُ قصو يارهين صديءَ عيسويءَ جي شروع جو ۽ عمر مارئيءَ جي قصي کان اٽڪل ٻه صديون اڳ جو. سومرا دؤر جي پهرئين حاڪم، همير سومري جي دؤر جو چيو وڃي ٿو. روايت آهي ته ڍولو نرور يارهين صديءَ عيسويءَ جي شروع ۾ ناري پٽ جي وچ واري حصي ڍٽ جو ننڍو حاڪم هو. جنهن جو مرڪزي حصو، ان وقت 'سيرين' نالي مشهور هو. جنهن جا آثار ۽ نشان اڄ به موجود آهن. شاهه جي گنج ۽ الهداد جنجهي ۽ محمد قاسم راهمونءَ جي ترتيب ڏنل 'شاهه جي گنج' ۾ سُر ڍول مارُوءَ هيٺ هڪ بيت ۾ ڍولي نرور ۽ 'سيرين' جو ذڪر هن ريت اچي ٿو:

اُٺر ديسان آوٺيان، ڏکڻ سانوٺيان،
ڍولو نرور سيرئين، ڏنڻ ڍڪرڙيان،
ٻچو ڪُونجڙيان، ته ڪُوڻ هينئاري سڄڻين!

(بيت 2، داستان پهريون، سُر ڍول مارو)

ڍولو نرور پنهنجي دؤر جو وڏو دلير، بهادر ۽ هر دلعزيز حاڪم هو. ڍولي جي حاڪميت کانپوءِ ڍٽ جا جيڪي به حاڪم ٿيا، تن کي 'ڍوليو' ڪوٺيو ويو. شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ، سُر 'ليلان چنيسر' ۾ راءِ چنيسر کي 'ڍول' ۽ سُر 'مومل راڻي' ۾ راڻي مينڌري کي 'ڍولو' ڪوٺيو آهي:

ڀوڇا ڏنر ڀير، ڍڪڻ مٿي 'ڍول' جا.

ڪتين ڪر موڙيا، ٽيڙو اُپا ٽيئي،
راڻو رات نه آئيو، ويل ٽري ويئي،
ڪوءِ ساڪاڻي راتڙي، ڀرين ري ڀيئي،
مون کي ڏنڏيئي، 'ڍولو' ڍٽ قراريو!

لوڪ ڪهاڻين جي عام روايتن موجب ڍولي نرور جو پيءُ انڙ راءِ ۽ مارل جو پيءُ پونگل راءِ (جيڪو ٿر جو حاڪم هو) پاڻ ۾ گهرا دوست هئا. سندن دوستي ايتري گهري ٿي وئي، جو هنن 'ڍولي ۽ مارل' جو سڱ تڏهن ئي طئي ڪري ڇڏيو هو، جڏهن اهي ٻئي اڃا پيٽ ۾ هئا. جنهن لاءِ اهو طئي ڪيو هئائون ته "پاڻ ٻنهي مان جيڪڏهن هڪ کي ڌيءُ ۽ ٻئي کي پٽ ڄائو ته انهن جي پاڻ ۾ شادي ڪنداسون". ان لاءِ ٿر جي ڪنهن ڀان هيئيون دوهو چيو آهي ته:

نڙ پنگڙ آڙوڌيا، پارس پيپڙ هيٺ،
جڏڪا سڳپڻ ٿاپيا، ڍولا مارو پيٽ.

[جڏهن ڍولو ۽ مارئي پيٽ ۾ هئا ته نڙ (انڙ راءِ) ۽ پنگڙ (پونگل راءِ) هڪ ڏينهن هڪ پپر جي وڻ هيٺ ويٺي، ڪچهري ڪندي، انهن جو مڱڻو ڪري ڇڏيو.]

ڏولي جي والد کي لوڪ ڪهاڻين ۾ نل، اونل، نڙ اونڙ، انڙ ۽ انڙ راءِ، ۽ مارل جي پيءُ کي وري پينگهر، پنگهر، پنگر، پڳر، پوڳر، پونگل ۽ پونگر راءِ ڪوٺيو ويو آهي. ڏول ۽ مارل ننڍا هئا ته مارل جي پيءُ پونگل راءِ کي سومرن جي پهرئين حاڪم همير سومري عمرڪوٽ تي قبضي ڪرڻ کانپوءِ ٿر مان لوڏي ڪڍيو ۽ هو جيسلمير طرف ويو، جتي هن پونگل ڳڙهه/ گڍ نالي هڪ نئون ڪوٽ ٺهرايو، جنهن جا ڪنڊر اڃا به موجود آهن. پونگل

راءِ نئون قلعو ٺهرائڻ کان پوءِ عمرڪوٽ جي حاڪم همير سومري تي بہ ٽي حملا ڪري، ڪيس ڪافي نقصان رسايو، جنهن سبب ٻنهي جي وچ ۾ دشمني وڌي وئي.

ڏولي ۽ مارل کي جوان ٿيڻ تائين اها خبر نہ هئي تہ سندن ڪو مڱڻو ٿيل آهي. ڏولو انهيءَ حقيقيت کان اڻ واقف هئڻ ڪري عمرڪوٽ جي مومل نالي هڪ مالهي (باغائي) ڇوڪريءَ جي دام ۾ قابو ٿي ويو. ڏولي ۽ مارل جي مڱڻي جي ڳالهہ تڏهن ظاهر ٿي، جڏهن مارل جي سڱ لاءِ پيغام اچڻ لڳا، جن جي جواب ۾ مارل جي ماءُ ڪين ٻڌايو تہ مارل جو ننڍي هوندي کان ڏولي نرور سان مڱڻو ٿيل آهي، جيڪو سيرين جو حاڪم آهي. مارل کي جڏهن اهو معلوم ٿيو تہ ڏولو نرور سندس مڱيندو آهي تہ هن ڪونجن ۽ پانن وسيلي ڏولي نرور ڏانهن پيغام موڪلڻ شروع ڪيا، جن مان هڪ پان ڏولي نرور اڳيان مارل جي سونهن بيان ڪئي. مارل جي پيغام ملڻ ۽ سندس سونهن جي واکاڻ ٻڌڻ کانپوءِ ڏولو نرور پونگل ڳڙهہ پهچي مارل سان لائون لڌيون. اها خبر جڏهن همير سومري کي پئي تہ 'سيرين' ڏانهن ايندڙ رستي ۾ ڏولي مٿان حملو ڪري، ڪانئس مارل کسي، ان کي عمرڪوٽ ۾ بند ڪيائين. همير سومري مارل مٿان زور وڌو تہ هوءَ ساڻس شادي ڪري، پر مارل سندس هڪ بہ نہ ٻڌي. ڏولو نرور همير سومري جي مقابلي ۾ ننڍو حاڪم هو ۽ ساڻس وڙهي نٿي سگهيو، جنهن سبب ڏولو نرور فقير بڻجي عمرڪوٽ ۾ رهيو ۽ مارل کي قيد مان آزاد ڪرائي وٺي ويو. همير سومري جي هن حملي ۽ مارل کي عمرڪوٽ ۾ بند ڪرڻ جا اهڃاڻ ۽ اشارا شاهہ سائينءَ جي سُر عمر مارئيءَ ۾ پڻ موجود آهن، جنهن ۾ عمر سومري سان گڏ همير جو نالو بہ آندو ويو آهي. ڪن روايتن موجب شاهہ لطيف جي سُر 'عمر مارئيءَ' وارو داستان 'ڏولي نرور' جي قصي جو تسلسل آهي، پران قصي جي ساڳيائپ جي ڪا بہ تصديق نہ ٿي ٿئي. مارئي ۽ عمر وارو قصو ڌار آهي، پر ڪي واقعاتي ٽاٽا ملي وڃڻ ڪري روايتن ۾ انهن جي ساڳيائين ڄاڻائي وئي آهي. ڏول مارو داستان جو ذڪر نامور محقق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪتاب 'ڏول مارو' ۽ معمور يوسفاڻيءَ پنهنجن ڪتابن: 'ست سورميون ڏهہ ڏاتار' ۽ 'لطيف جا ٽرتان پيرا' ۾ ڪيو آهي. ڏولي نرور جي بهادريءَ، مارل جي سونهن، ڏوراپن، جدائيءَ، انتظار ۽ نياپن جو منظر، خليفي نبي بخش لغاريءَ پنهنجي شاعريءَ ۾ هن ريت بيان ڪيو آهي:

ڏولو نرور سيرئين، مارو ٿر رهڪ،
گوري جوئي باٽڙي، اپي ماٿي لڪَ.

[يعني: ڏولو نرور 'سيرئين' ۾ رهي ٿو ۽ 'مارو' ٿر ۾. هوءَ وينگس لڪ مٿي چڙهي ڏولي جون واٽون نهاري پيئي.)

**ڏول مارُو/ ڏول مارئي** (سُر): هي سُر شاهہ لطيف جي گنج ۾ ڪن پراڻن رسالن ۾ آهي، پر ڊاڪٽر بلوچ ۽ ڪن ٻين محققن جو خيال آهي تہ هن سُر جا دوها/ بيت شاهہ لطيف جا نہ آهن. بهرحال، ڏولي مارو يا ڏولي مارل جي ڪهاڻي سنڌ جي ٿرواري علائقي ۾ مشهور آهي (ڏسو: ڏول مارو).

سُر 'ڏول مارُو' جيسلمير ۾ تمام گهڻو ڳايو ويو وڃي ٿو هن ڪهاڻيءَ جا دوها، راڳ 'پرڄ' ۾ ڪيترين صدين کان ماڙيچا گهراڻي وارا لوڪ موسيقيءَ ۾ ڳائيندا آهن.

هن سُر جي سرگم وسيلي آروهي، امروهي پيش ڪجي ٿي:

آروهي: ني، سا، گي، مي، پا ڌا، ني سا

امروهي: سا، ني، ڌا، پا، مي، پا، ڌا، پا، گي، ما، گي، مي، گي، راسا.

(نوٽ: جيڪي بہ سُرن جي ڪائنات ۾ سرگم جا سُر ڪومل روپ ۾ يعني لٿل سُرن ۾ استعمال ۾ ايندا، تن ۾ الف جو اُچار گڏ لڳائبو آهي، مثال طور: را، گا، ما، ڌا، نا، سا. اهي پنجئي سُر ڪومل سُرن کي ظاهر ڪن ٿا. اهڙيءَ ريت 'ي' جو اُچار ملائبو تہ اهو تيوَر سُرن کي ظاهر ڪندو آهي. مثال طور: ري، گي، مي، ڌي، ني. اهڙيءَ ريت اهي پنجئي سُر تيوَر سُرن جي روپ ۾ ظاهر ٿين ٿا.)

سُر ڏولي مارو (پرڄ) جي راڳ جو لطيفي چالو هن ريت آهي:

- سَا ني سَا رَا سَا ني ڌا، سَا ني ڌا پا مي گي، ڌا مي گي را سا، سا ني سا، گي را سا، گي مي گي، مي ڌا ني سَا، ني ڌا پا، مي، پا، گي ما گي، مي گي را سا.
- سا ني سا، گي گي مي گي، مي ڌا ني مي ڌا، سا ني سا را، سا ني ڌا پا، مي پا، ڌا پا، گي ما گي را سا.
- ني سا، مي گي، مي ڌا ني سَا، ني ڌا ني سَا، ني ڌا پا، سَا ني ڌا مي، ڌا مي، گي ما گي، مي ڌا سا، ني سَا رَا سَا، رَا ني سا، مي گي مي ڌا سا، ني سَا رَا سَا، رَا ني سَا، ني ڌا سَا ني ڌا، سَا ني ڌا پا، مي پا ڌا پا، گي ما گي را سا.
- رَا ني سَا، رَا گَي رَا سَا، ني سَا رَا ني سَا، ني ڌا، سَا ني ڌا پا ني گي، ڌا مي ڌا مي گي را سا.

اهڙيءَ ريت سُر ڏول مارو/ مارئيءَ ۾ لطيفي چالي جو جنم ٿئي ٿو.

**ڏوليو ڏيٽ ڏٺي** (ڪتاب): هي ڪتاب نامور اديب ۽ محقق معمور يوسفاڻيءَ جي تحقيقي مقالن تي مشتمل آهي، جنهن کي اسد جمال پليءَ ترتيب ڏنو آهي. هن ڪتاب ۾ شامل مقالن ۾ شاهہ لطيف ۽ ٻين شاعرن: قاضي قادن، شاهہ عبدالڪريم بلڙي واري، شاهہ لطف الله قادري، ميين شاهہ عنات رضوي، شاهہ شريف رضوي، شاهہ بلال رضوي، شاهہ قطب رضوي، عبدالرحيم گرهوڙي، سچل سرمست، صوفي صديق فقير، مراد فقير زنگيجي، پائي چٽراءِ لنڊ (سامي)، خليفي نبي بخش 'قاسم'، شاهہ شريف پاڏائي، حمل فقير، عبدالقادر 'بيدل'، سدرام پڳت، مل فقير، منٺار فقير، حافظ درمحمد ۽ مولانا حاجي احمد ملاح جي شاعريءَ جو تقابلي جائزو پيش ڪيو ويو آهي. ان کان سواءِ معمور يوسفاڻيءَ جا بہ بهترين مقالا 'تصوف ڇا آهي' ۽ 'پٽ ڌڻيءَ جي شاعريءَ جا بنيادي ماخذ' بہ شايع ٿيل آهن. هن ڪتاب ۾ هر هڪ شاعر جي ڪلام کي شاهہ لطيف جي ڪلام سان سهڻي نموني پيٽيو ويو آهي.




ڪتاب جو مقدمو پاڻ مرتب تحرير ڪيو آهي. ڪتاب جو انتساب ناميار محقق، تاريخدان ۽ عالم راج محمد پليءَ جي نالي ٿيل آهي. ڊيمي سائيز جو هيءُ ڪتاب مهراڻ اڪيڊمي، شڪارپور پاران 2003ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. 188 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 80 روپيا آهي.

**ڏونگريءَ جو هڏو** (Sacrum): انساني چيلهه جي 'ڏونگريءَ جو هڏو' ٽڪندو هڏو (Triangular Larbone) ٿئي ٿو ۽ ٽڪنڊي چپر (Wedge Shapped) وانگي ٿئي ٿو هي هڏو ڪرنگهي (پٺيءَ جي ڪنڊي (Vertebral Column Spine) جي هيٺئين (آخري) مُهري (Vertebrae) جيڪو پٺيءَ جي ڪنڊي جو چوويهون (24) مهرو آهي. يعني: چيلهه Lumbar جي پنجين آخري مُهري وٽان شروع ٿئي ٿو. ڏونگري پنجن مهرن تي مشتمل آهي. هن جا مهرا هڪٻئي سان مٿان ڪان هيٺ پاڻ ۾ ڳنڍيل ٿين ٿا. ڏونگريءَ جو مٿيون حصو جنهن کي ڏونگريءَ جو تَرو (Base) چيو ويندو آهي. پٺيءَ جي آخري مُهري (يعني چوويهين مهري) سان مليل هوندو آهي. جڏهن ته ڏونگريءَ جو هيٺيون حصو جيڪو گول چُهنب (چوٽي: Apex) وانگي ٿئي ٿو. دمچيءَ جي هڏِي (Coccyx) ۽ ڳيرڻ (Uterus) وانگي هوندي آهي، جن جا ترا مٿي ۽ چوٽي هيٺ هوندي آهي.




ڏونگري ڪُڙهه جي پوئين پاسي واري خال (Back cavity) ۾ ٿئي ٿي. هن جي مٿئين حصي جون ٻئي ڪندون هر هڪ پاسي نَري (iliac) سان ملي، نَري جو جوڙ (Sacroilic Joint/ Innominate Joint) ناهين ٿيون. هن جو اڳيون حصو اڳتي اُڀريل (مٿي بيٺل: Promontory) نظر ايندو آهي. ڏونگري جي هر هڪ پاسي انيڪ سوراخ (Foramina) ٿين ٿا، جن سوراخن مان رت جون تنتون ڏونگري جي نليءَ (Sacral Canal) مان مٿان لنگهي (ڪرنگهي جي نالي (Vertebral Canal) مان لنگهي) هنن سوراخن (Formina) مان نڪري، جسم جي هيٺئين ڌڙ ۾ پکڙجي وڃن ٿيون. هيٺين ڌڙ کي تازو آڪسيجيني رت (Oxiginated blood) پهچائين ٿيون ۽ هيٺين ڌڙ ۾ ڪتب آيل رت (Corbonated) واپس دل ڏانهن صاف ٿيڻ لاءِ کڻي وڃڻ لاءِ پهچائين ٿيون.

**ڏيبوڙي** (ديهه): تعلقي چاڇري، ضلعي ٿرپارڪر جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڪيهاڙو حبيب، ڏيبوڙي چناڻي، ڏيبوڙي وڪن، ڏيبوڙي ڀيل، ڏيبوڙي ملهار، شادي ڀيل، ڏيبوڙي مصري ڀيل، ڏيبوڙي ولي محمد، ڏيبوڙي طاهراڻي، ساڪريو ڪوسا، شهميراڻي ڪوسا.

**ڏيداٽو** (ديهه): تعلقي گمبٽ ۽ ضلعي خيرپور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

عباس علي پنهيار، حاجي خان دستي، محمد دين شر، مولا بخش شر، ربنواز مهراڻي، محمد هاشم دستي، صفر چنڊ، خدابخش دستي، عطا محمد وسير، ڀاڄهي وسير، خير محمد لاشاري، محمد تليل، پنهل وسير، گهنور وسير، سردار وسير، شيخ، مينل چنو، علي مدبر شر، محمد يعقوب دستي ۽ سومرو ونڊ ۽ احمد خان وسير.

**ڏير منو فقير لُنڊ**: درويش منو فقير ذات جو لُنڊ بلوچ هو. پنهنجي اباڻي ڳوٺ ڦلهڏيون کان ڏکڻ طرف تعلقي ڪپري ۽ ضلعي سانگهڙ ۾ 1150هه/ 1737ع ڌاري پيدا ٿيو. سندس مادري ٻولي سرائيڪي هئي. عشق مجازي جي چوٽ لڳس. هڪ اوڏڻ جيڪا نهايت ئي حسين پر اکين کان نابين هئي، اوڏن کان ان جي رشتي جي طلب ڪيائين، پر انڪار ڪيائون ۽ اهي اوڏ عمرڪوٽ طرف لڏي هليا ويا. چون ٿا ته محبوب جي شهر (عمرڪوٽ) جي ڏيئن ڏسڻ خاطر مٽيءَ جو اوچو دڙو ناهڻ شروع ڪيائين. مٽن مائٽن، يارن، دوستن، پنهنجن پراون ۽ ننڍن توڙي وڏن گهڻو سمجهايس، پر ڪونه مڃيائين . ساندهه ست سال اهو دڙو ناهيندو رهيو مٽي جا ڍلها ٽوڪرا ڍوئڻ سبب سندس مٿي ۾ ڪيڙا پئجي ويا، پر بس نه ڪيائين.

روايت موجب عبدالرحيم گرهوڙيءَ کي ڪي ماڻهو مني فقير کي سمجهائڻ لاءِ عرض ڪري وٺي آيا، جنهن فقير کي سرائڪيءَ ۾ چيو ته،

"آ ته تيڪون تيڏي محبوب دي شهر دي ڏيوي ڏکلاوان". ائين چئي رات جي پهرئين پهر ۾ دڙي تي بيهي فقير جو هٿ جهلي چيائين:

"او! ڏيک تيڏي محبوب دي شهر دي ڏيوي، هُڻ بس ڪرا"

چون ٿا ته فقير کي ڏنڏلا ڏيئا ڏسڻ ۾ آيا، ته ڪٽي بس ڪيائين. ڪجهه عرصي بعد، اوڏ وري واپس لڏي آيا ۽ تقدير جي لکئي موجب مني فقير کي رشتو ڏيئي ڇڏيائون. بعد ۾ اها مائي مسلمان ٿي. جنهن مان فقير کي



ڪافي اولاد به ٿيو مني فقير اندازاً 1220هه/ 1805ع ڌاري وفات ڪئي. سندس جوڙيل مٽيءَ جو دڙو 'ڏير منو فقير' جي نالي سان مشهور آهي. فقير جي آخري آرامگاهه انهيءَ دڙي جي چوٽيءَ تي موجود آهي.

**ڏير منو فقير**(ديهه): تعلقي ڪپري، ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

مريد لغاري (عيسيٰ خان)، خان جعفر مري، بالاچ خان لنڊ (فقير پانڌي)، حاجي فقير لنڊ (مکڻ فقير)، سائين بخش لنڊ (پيرل فقير)، اوطاق مهر الله مري، حاجي مراد علي مري ۽ حاجي علي نواز لنڊ.

**ڏينگرو** (ديهه): تعلقي ڀريا، ضلعي نوشهري فيروز جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

نور محمد لاکو، ميوو خاصخيلي، محمد رمضان بروهي، ليمون لاشاري، اميد علي لاکو، مريد خان لاکو، مختيار احمد ڪوسو، پيارو مري، محمد حسن بروهي.

**ڏينگلو**: ڏينگلو، ڪڇ ملڪ جو سِڪو آهي ۽ سنڌ ۾ بہ ماضيءَ ۾ استعمال ٿيندو رهيو آهي. (ڏسو: ڍينگلو)

**ڏينگلي**: هي نار جو هڪ عضوو آهي. ڍينگلي، ڪاٺ جي ٺهندي آهي، جيڪا نار جي چَڪري کي جهلڻ لاءِ ڪاٺڻ ۾ پيل هوندي آهي.

**ڏينگو**: ڏينگو هرلي يا نار جي ٽڙ واري چَڪري يا پانڊي کي چئبو آهي. ائٽ جي چڪري يا چرخي کي بہ ڏينگو چيو ويندو آهي. نار يا هرلي جي سڄي سهت/ صورت 'ڏينگو' سڏبي آهي. ڏينگي جا بہ مکيہ حصا هوندا آهن، جيڪي هڪ ڏگهي، ٿلهي ڪاٺيءَ وسيلي، جنهن کي لٺ (axle) چون، ملايل هوندا آهن. هڪ حصو جنهن کي 'گيڙڪ' چئبو آهي، سو سُڪيءَ تي سڌي پڙ سان هوندو آهي. ڏينگي جو هيءُ حصو محرڪ (Motor) طور ڪم ڪندو آهي، جنهن ۾ ڏاند (هڪ يا ٻہ)، پاڏو يا اٺ جوٽي هلائبو آهي. ان جي



هڪ پاسي ڪاٺڻ، مڪڙو، مُهرو، پاروني، گاڏي، ڏندي واري چڪر (Ratchet) ۽ ارن چڪر (Cog-Wheel) مکيہ ڪاٺيون هونديون آهن، جيڪي ڏينگي جي ٻئي حصي يعني 'ٻائڙ' کي ڦرڻ ۾ مدد ڪنديون آهن. شاهہ لطيف 'ٻائڙ' لفظ هيئينءَ ريت ڪم آندو آهي:

سُورن سانگهارو، ڪڏهن تان ڪونہ ڪيو،
آيل! اوپارو، 'ٻاڙوڏو' ٻوڙ وهي!
(شاهواڻي، سُر حسيني، داستان ڇهون، بيت 8)

سانگهارو سورن، ڪڏهن تان ڪونہ ڏنو
'ٻائڙ' ٻوڙ وهن، ڪالهوڻيا اڄ گهڻا!
(شاهواڻي، سُر حسيني، داستان ڇهون، بيت 9)

ٻيو حصو 'ٻائڙ' سڏبو آهي، جيڪو نار جي پاڻيءَ، کوهہ يا کوهاڏي واري پاسي هوندو آهي. هن جو گول چڪرو ڪِنگرين سان پاڻي ڪڍڻ جو ڪم ڪندو آهي. هن حصي ۾ لٺ (axle) جو ٿلهو چيڙو، اوپارا (Spokes)، ونگڙيون (Felloes)، اِرڙيون، مالهہ ۽ ڪِنگر (لوٽيون ۽ لوٽا) هوندا آهن.

ڏينگو اصل ۾ نار جي ڪرتب جو ڪلي جز (Mechanical element) جز آهي.

سنڌيءَ ۾ 'ڏينگو ڏيري ٿيڻ' اصطلاح ڪم ايندو آهي، جنهن جي معنيٰ برباد ٿيڻ، ناس ٿيڻ، تباهہ ٿيڻ، چَٽ ٿيڻ وغيره آهي.

**ڏينگهر**: ڏينگهر، ٻير، ڪنڊيءَ، ڪونيٽ يا ٻہر جهڙي ڪنهن بہ ڪنڊائين وڻ جي ڏار کي ڏينگهر ۽ ڇانگن کي ڏينگهريون سڏيو ويندو آهي. ڏينگهر/ ڏينگهريون، ٻهراڙيءَ ۾ گهرن جي لوڙهي طور استعمال ٿينديون آهن.

'ڏينگهر' لفظ جي نسبت سان سنڌي زبان ۾ ڪيترا اصطلاح آهن، جهڙوڪ:

(1) ڏينگهر ٿي وڃڻ: ڏُبرو ٿي وڃڻ، ڪمزور ٿيڻ، هيٺو ٿي وڃڻ.
(2) ڏينگهر ڏار رهڻ: ڏينگهرن جي ڇانوَ هيٺ رهڻ، غريباڻي نموني رهڻ.
(3) ڏينگهرن تي اُتو هارڻ: بي فائدا ڪم ڪرڻ، اجايا ڪم ڪرڻ يا اڻ لائق سان لائق ڪرڻ.



# ذ

**ذات** (Caste): انسانن جو هڪ اهڙو گروهه، جيڪو نسلي طور ڪنهن مخصوص سماجي ڍانچي ۾ رهندڙ هڪ ئي ڏاڏي، پڙڏاڏي جي پيڙهيءَ مان هجي ته ان قبيلي/ جاتيءَ کي ذات چئبو آهي.

’ذات‘ ذاتي ۽ ڪٽنبي سڃاڻپ جو اهڃاڻ آهي. ذات عربيءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: وجود، شيءِ، معنيٰ ۽ خود وغيره. انگريزيءَ جو Caste لفظ اصل پورچوگيزي لفظ Casta مان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: نسل، پاڙو نوع، قسم وغيره.

ڊاڪٽر بلوچ ’ذات‘ کي پنٿ، فرقو ڪوفو مت، جاتي، خاندان، گهراڻي، قبيلي، پاڙي، بک، ڪڙم، آکهه، نيات، ڀائپي وغيره جي معنائن ۾ ڄاڻايو آهي. انسانن ۾ ريتن، ڪرتن ۽ سماجي رتبن جي ڪري به ذاتيون ٺهن ٿيون، جيڪي مختلف صورتن ۾ قديم وقت کان قبيلن، نسلن ۽ قومن جي وجود جو سبب بنجنديون آيون آهن. انهيءَ ئي پسمنظر ۾ پيدائشي رتبي/ مرتبي واري سڃاڻپ کي به ’ذات‘ چئبو آهي.

انساني ارتقا تي هڪ نظر وجهبي ته خبر پوندي ته قديم وقت ۾ انسان غير مهذب ۽ جهنگلي زندگي گذاري، پر پوءِ آهستي آهستي انسان ۾ شعور ۽ سڃاڻپ آئي ۽ پاڻ ۾ گڏجي رهڻ لڳو جنهنڪري ئي سماج ۽ ڪٽنب، ذاتين ۽ قبيلن ۽ اڳتي هلي قومن جو بنياد پيو. سماج هڪڙو بنيادي معاشرتي ايڪو آهي، جنهن ۾ انسان پرورش وٺي ٿو اڳتي وڌي ۽ ترقي ماڻي ٿو، جنهن مان ئي برادريون، ذاتيون، قبيلا ۽ قومون جنم وٺن ٿيون. قرآن شريف جي ’سورت الحجرات‘ (49) ۾ فرمانِ الاهي آهي ته (ترجمو): ”اسان قبيلا ۽ برادريون پيدا ڪيون ته جيئن توهان هڪ ٻئي کي سڃاڻي سگهو.“

هندي قديم روايتن ۾ ’ذات‘ کي ’ورڻ‘ ڪوٺيو ويو آهي. جڏهن ته سنسڪرت ٻوليءَ ۾ ان کي ’جاتي‘ سڏيو وڃي ٿو. ورن، ذاتين جي ميڙ کي چئبو آهي، جنهن جي معنيٰ قبيلو وٺي سگهجي ٿي. ذاتين جي سلسلي لڳ ڀڳ سنسڪرت زماني ۾ اٽڪل 3000 سال ق. م ۾ خانه بدوش آرين جي دور ۽ مُنو شاستر جي وقت ۾ زور ورتو. قديم ڪتابن ۽ صحيفن مان پتو پوي ٿو ته آرين سنڌو تهذيب ۾ سمائجڻ کان پوءِ معاشري کي هڪ بنيادي ’ذاتيات واري نظام‘ ۾ ورهايو ۽ آريائي قانون سان برهمڻ چار موروثي گروپ ٺاهيا، جيڪي اڄ سوڌو قائم آهن. آرين پنهنجي مذهبي طبقي کي ’برهمڻ‘ جو درجو ڏنو ۽ کين زميني ديوتا ڪوٺيو. جنهن کانپوءِ ’کشتري‘ (ڪتري)، جنگجو ۽ راجا ڪوٺيا ويا، ٽيون طبقو ’وِيش‘، واپار ڪندڙ، ڪاروباري ۽ پوک ڪندڙ (آبادگار) ڪوٺيا ويا ۽ آخري درجو ’شودرن‘ کي ڏنو ويو، جيڪي مزدور ۽ محنت ڪش هئا. انهيءَ زماني ۾ بي ذات ماڻهن کي اڇوت جو درجو ڏنو ويو، جن کي شودرن کان به نيچ ۽ گهٽ حيثيت ڏني ويندي هئي. اهو سماج ۽ تهذيب جو بلڪل ابتدائي دور هو، جتان ڏنڊن عيوض ذاتين تي نالا پوڻ شروع ٿيا. ائين صديون اڳ ۾ آرين (برهمڻن) جو بنايل ذات پات وارو نظام هندو مذهبي سماج جو حصو بڻجي ويو. جيتوڻيڪ هندستان جي ذات وارين خوبين ۾ موروثي حيثيت برقرار رهي، پر صرف پنهنجي ذات ’آکهه‘ جي ماڻهن ۾ شادي ڪرڻ، پيشي جي چونڊ ۽ ٻين ذاتين واري ماڻهن سان ميل جول تي پابندي رهي. آواگون جنم مٽائڻ يا ٻيهر جنم وٺڻ ۽ ڪرم يعني عمل جهڙن نظرين جي رشين، ذات کي هر حالت ۾ برقرار رکيو. هندومت جي مذهبي عقيدن موجب سڀ ماڻهو ٻيهر مجسم ٿيا آهن. مطلب ته هنن ٻيهر جنم ورتو آهي، يا وري ٻيهر جسم حاصل ڪيو اٿن. اهي سڀ گذريل جنم ۾ گهٽ ذات سان تعلق رکندا هئا، پر باوجود ان جي ڪرم يعني عمل سان به سندن ذات ۾ ڪا به تبديلي نه آئي. يعني عمل سان به ڪنهن ماڻهوءَ جي رُتبي ۾ برتري، يا ذات ۾ تبديلي نه اچڻ ڏني وئي، ضابطن ۽ قانونن موجب جيڪو جتي هو سو اُتي ئي رهيو. مطلب ته هندومت جيڪي چار گروپ يا ورن (ذاتيون) ٺاهيون، اهي صديون تائين قائم رهيون ۽ انهن چئن گروپن مان ئي ذاتين ۽ برادرين جون شاخون ٺهنديون ۽ جڙنديون ويون.

انهن سڀني ڳالهين جي باوجود ذات مذهبي يا ڌرمي هئڻ کان وڌيڪ ڪنهن حد تائين سماجي مظهر آهي، جنهن جو هندو مذهب سان ڪو لازمي تعلق ڪونهي، تمام قديم قومن وانگر هندو ڌرم جا به مخصوص تصور ۽ رواج رهيا ۽ انهن جو ڪنهن حد ۽ زماني تائين تسلسل به جاري رهيو سڀني قديم ماڻهن ۾ اسان کي ڪيترين قبائلي برادرين جي ورهاست ملي ٿي، جيڪي گڏيل نسل جي لاڳاپن ۾ جڙيل آهن ۽ انهن لاڳاپن جو جڙيل هجڻ محض ان لاءِ رهيو آهي ته جيئن قبيلي جا مقصد وڌندا رهن ۽ انهن ۾ اتحاد قائم رهي. هن وقت دنيا جي ترقي يافته معاشرن ۾ جتي ماڻهن جا پيشا جدا جدا ٿي چڪا آهن، اتي قبيلا بنهه مٽجي ختم ٿي چڪا آهن ۽ انهي جي جاءِ تي ’قومن‘ جي تشڪيل ٿي آهي ۽ عالمي سطح تي قومن جون برادريون جڙيون آهن ۽ قومن جي فلاح ۽ ڀهبود لاءِ عالمي سطح تي گڏيل ادارا جڙيا آهن. هن مرحلي کان به اڳ ۾ انساني سماج ۾ منظم برادريون ۽ انجمنون نظر اچن ٿيون، جيڪي گڏيل (رت جي ٻنڌڻ) بدران گڏيل پيشن جي ٻنڌڻ ۾ ٻڌل آهن ۽ انهن جو گڏيل مقصد صرف انهي برادري يا انجمن کي مستحڪم ۽ مضبوط ڪرڻ رهيو آهي.

يورپي تاريخ ۾ وچئين دور جون تجارتي انجمنون اهڙي ئي نوعيت جون هيون، پر انهن جي اصل هيئت ۽ ابتدائي شڪل جي باري ۾ سموري جديد تحقيق انهيءَ نتيجي تي پهتل نظر اچي ٿي ته انجمن پنهنجي ابتدائي شڪل ۾ قبيلن وانگر مشترڪ (گڏيل) نسل تي بنياد رکندي هئي ۽ انهن ادارن يا انجمنن جو بنيادي اصول خون (رت) واري برادري ۽ پوءِ پيشي واري برادريءَ تي منحصر رکيو ويو. جيستائين پيشي جي موروثي نوعيت برقرار هئي ته لوهر جو پٽ ئي لوهر بڻجندو هو، تيستائين اهي ٻئي اصول هڪ ٻئي جي مشابهه هئا. اڄ تائين دنيا جي هر برادريءَ ۾ رتبا ۽ عهدا فرق وارا موجود آهن ۽ سڀني معاشرن ۾ اهي رتبا ۽ فرق ٻن حوالن سان مقرر رهيا آهن ۽ اهي مقرر ڪيل فرق يا رتبا، پيشي يا نسل جي حوالي سان آهن.

جيئن جيئن انساني تهذيب ترقي ڪندي آئي آهي، تيئن برادريءَ جا تصور آزادانه نشونما سان وسعت وٺندا آهن. هن وقت به اهو سوال اهميت وارو آهي ته "انسان ڇا آهي؟ ۽ ان جو پيءُ ڇا هو؟". هر معاشري ۾ پيشي اتان زندگيءَ جي ابتدا ڪئي آهي، جيڪا هن جي پيءُ جي انتها هئي. هندستان جون برادريون جن جي وچ ۾ هندو ڌرم نشونما ورتي، اهي پڻ انهي قانون کان جدا ڪونهن. پر اهي ان صورت کي محفوظ رکڻ لاءِ ترقي يافته معاشري تحت پيشي جي موروثي نوعيت جو تسلسل برقرار رکڻ لاءِ هڪڙي وسيع تر اتحاد ۾ يڪ جاءِ ٿي ويون. جنهن جي نتيجي ۾ ٻين خون (رت جي) برادري ۽ پيشي جي برادريءَ جي ٻنهي اصولن کي گڏي ڇڏيو ۽ قومن جي تصور زور ورتو ۽ قومي ڌارا ذاتين يعني گروهن کان وڌي هڪ معاشي سماجي، سياسي، جاگرافيائي، ٻولي ۽ فڪر جي يڪسوئيءَ طور ماڻهن کي گڏ ڪري هڪ ٻئي جي مفادن جي تحفظ جو ٻاور ڪرائڻ ۾ ڪردار ادا ڪيو آهي.

ذات جي تبديليءَ واري عمل پيشي جي تبديليءَ جو عڪس آهي. برهمڻ، ڪتري، وئش، شودر ۽ اڇوتن ۾ پراڻي ورهاست حقيقت ۾ پنڊت، جنگجو، آبادگار، دستڪار ۽ خدمتگذارن جي ورهاست هئي ۽ آبادگار کي واپاريءَ ۾ بدلائڻ واري نئين پيش رفت آهي، پر تڏهن به انسانن اچا درجي بنديءَ جي نوعيت کي تبديل نه ڪيو آهي. شروعات ۾ برهمڻ ڪنهن الڳ نسل مان هجڻ جي دعويٰ نٿي ڪري سگهيا، جنهن جي بنياد تي هو آريا سماج ۾ پنهنجو پاڻ کي ممتاز يا بالاتر ڪري سگهن. تنهنڪري انهن سمورن پيشن ۽ زندگيءَ جي حالتن کي ڪمتر ۽ هيٺانهون قرار ڏنو ۽ پنهنجي ڪم ۽ پيشي جي عزت افزائي ڪئي. وقت گذرڻ سان جڏهن برهمڻن جي تعداد ۾ اضافو ٿيو ۽ سندن تعداد عوام الناس جي گهربل ضرورت کان وڌي ويو ته خود برهمڻن وٽ مقدس علم ۾ مجموعي طور يڪسانيت قائم رکڻ ناممڪن بڻجي وئي، مطلب ته اهي مڪمل طور تي مذهبي رهنما نه رهيا، ته انهن جو هڪڙو وڏو حصو خوشامدي، چاپلوس ۽ خادم قسم جا پنڊت (Levites) بڻجي ويو ۽ پنهنجي وجود ۾ ان اثر جي گهر ڪري وڃڻ واري ڳالهه کي روڪڻ جو واحد طريقو صرف اهو هو ته برهمڻ پوڄا پاٺ ۽ مرڻي پرڻي جي رسمن وارن فرضن کي ڪٽي خوشامندڙين ۽ چاپلوسي ڪندڙ پنڊتن جي نسل سان گڏ تبديل ڪن يا وري معاشرتي ارتقا جي قدرتي وهڪري کي پنهنجي اختيار ۾ ڪري وٺن. برهمڻن اهو ڪم پيشي جي موروثي نوعيت واري قانون کي مذهبي منظوري ڏئي پورو ڪيو ۽ ائين پابندين سان گڏ امتياز، رسمي فرض، مصنوعي پاڪائي ۽ معاشري ۾ نسل کان پيشي جي علحدگيءَ واري عمل کي تمام آهستگيءَ سان جاري رکيائون ۽ انهيءَ مان ان شيءِ جنم ورتو جنهن کي اسين سڀ 'ذات' چئون ٿا. ائين ڪونهي ته برهمڻن اهڙو اصول ايجاد ڪيو جنهن کي هنن پنهنجي مقصد لاءِ استعمال ڪيو پر ائين چئي سگهجي ٿو ته ابتدائي مرحلي مان ترقي ڪري اڳتي وڌڻ وارن سمورن معاشرن ۾ اها ڳالهه ڏسڻ ۾ آئي آهي ته برهمڻ سماجي ريتن جي نشونما تي ڪو به مڪاريءَ وارو اثر وجهڻ لاءِ متحرڪ نه ٿيا هئا، پر حالتن ڪين ان غير معمولي اختيار جي انهيءَ سطح تي پهچايو هو يا وري قدرتي طور يا لاشعوري طور انهن جي تعليم اها صورت اختيار ڪئي، جنهن سان ڪين طاقت ۽ تحفظ مليو.

گذريل ڪجهه هزار سالن کان سنڌ جي معاشي، سماجي ۽ معاشرتي نظام جو بنياد 'ذات' تي رکيو ويو. سنڌ جي قديم تاريخ ۽ تمدن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته سنڌو نديءَ جو ڪنارو سيوهڻ، منڇر نئينگ، آمريءَ جي ڊڙي، موهن جي دڙي جهڙن شهرن سان آباد هو ۽ اهي شهر ۽ قديم تهذيبون اصل قومن ۽ ذاتين جا مرڪز هئا، جتي سنٿال، ڀيل، ميد، ٽيڪاري، واڻيا، شاڪ، مينا ۽ تابمينا آباد هئا، جن جو ڪم مڇي مارڻ ۽ کيتي (پوک) ڪرڻ هو. انهن قديم باشندن جا هٿيار پٿر جا هئا، جن مان اهو به اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته اهو پٿر جي دور جي پڇاڙيءَ ۽ زرعي دور جي ابتدا وارو زمانو هو. ان وقت ۾ اهي انهن پٿرن جي اوزارن سان شڪار ڪندا هئا. ائين چئي سگهجي ٿو ته اهي سمورا باشندا دراوڙ قوم جا ماڻهو هئا، پوءِ اهي دراوڙ، شميري، پاني، آشور، واهيڪي، ناگا ۽ داس سڏجڻ لڳا. جڏهن ته ڪن محققن جي راءِ آهي ته سنڌ جا اصل وارث بروهي، ماڇي، ميربحر ۽ جت آهن، جن کي گهڻو اڳ ميد، ماشي (ماڇي) ۽ جاٽ (جَت) يا زط پڻ چيو ويندو هو. ميربحر ملاح ۽ مُهاڻا اصل ۾ ميد ٿي آهن، جيڪي گهڻو پوءِ ان نالي مان بدلجي لهجاتي فرقن عيوض مهاڻا يا ميربحر ٿيا، ماشي مان ڦري ماڇي ٿيو، ان لاءِ جو انهن جو گذر سفر مڇي مارڻ تي هو. ماڇين کي شڪار ڪرڻ وارا شڪاري به چوندا هئا. جاٽ مان ڦري جت ٿيا، چاڪاڻ جو اهي سامان ڍوئيندا هئا.

جيئن سنڌ ۾ جَت کي جَت، جڏهن ته پنجاب ۾ جاٽ، بلوچستان ۽ مڪران ۾ 'جدگال' ڪوٺين ٿا. علائقي جي لحاظ کان ڪي جَت بار برداريءَ جو ڪم يعني بار ڍوئڻ جو ڪم ڪن ٿا ته ڪي وري واپاري آهن. ڪي وري اُٺ چارين ۽ پالين ته ڪي وري زراعت جو ڪم ڪن ٿا. جتن جي ذاتين جهڙا مثال ٻين ذاتين لاءِ پڻ ملن ٿا. پراڻين ذاتين مان هڪ ذات راجپوت به آهي، جنهن سان سنڌ جون ذاتيون لاڳاپيل آهن، جنهن مان ٻيون ڪيترين ئي ذاتون پيدا ٿيون. جيڪڏهن سنڌ ۾ ڏنو وڃي ته جَت، ميد ۽ راجپوت نسل واريون ذاتيون جيڪڏهن نسلي اعتبار کان نه تڏهن به تمدني اعتبار کان هڪٻئي سان گهٽي ۾ گهٽي هڪجهڙائي رکن ٿيون. سنڌ جون اهي اصلي سنڌي ذاتيون پنهنجي ريتن رسمن، کاڌ خوراڪ، لباس، اٿڻ ويهڻ، شڪل شبيهه، هڏ ڪاٺ، ڏنڌي ڌاڙي، ٻولي، مذهب، معاشرتي، سماجي معاشي ۽ تمدني هڪجهڙائيءَ ڪري 'سماٽ' سڏجن ٿيون. اهڙين سماٽ ذاتين مان سنڌ تي سومرن، سمن ۽ ڪلهوڙن پنهنجون حڪومتون به برپا ڪيون. سنڌ ۾ ٻين نسلن، قومن ۽ ذاتين جا ماڻهو به ٻاهران لڏي هتي آباد ٿيندا رهيا آهن. تن کي غير سماٽ سڏيو وڃي ٿو، جيئن خاص طور بروچ ذاتيون. پر هاڻي سماٽ ذاتيون ۽ غير سماٽ ذاتيون پاڻ ۾ نسلي ميلاپ ۽ شادين مرادين ڪرڻ ڪري هڪٻئي کي تمام ويجهو اچي ويون آهن.

لاکن، چنن، چانڊين، سهتن ۽ ٻين ذاتين مان انڙن، ماڇين، چاموڻن جهڙين سماٽ ذاتين سنڌ ۾ مخصوص ايراضين تي اثر رسوخ قائم رکيو.

سنڌ ۾ ذاتين جا نالا گهڻو ڪري ڌنڌي، پيشي ۽ ڪِرت جي لحاظ به کان پيل آهن، جيئن سنڌ جي مکيه ذاتين مان: ڪوري (ڪپڙو اُڻيندڙ)، مهاڻا (مڇي ماريندڙ)، ڪنيار (ٺِڪر جا ٿانوَ پچائيندڙ)، سونارا (سون جو ڪم ڪندڙ)، دايا (مٽي ڍوئيندڙ) وغيره ٿي ويا آهن.

**ذاريات** (سورة): ذاريات قرآن مجيد جي ايڪونجاهين سورة آهي، جنهن ۾ ٽي رڪوع ۽ سٺ آيتون آهن. هي سورة مڪي ۾ نازل ٿي. 'ذاريات' انهن هوائن کي چيو ويندو آهي، جيڪي شين کي اڏائڻ جو ڪم ڪنديون آهن. يعني ٻج کي هڪ هنڌان اڏائي ٻئي هنڌ تي پهچائينديون آهن. حق جي حوالي سان به اهو ٽي معاملو آهي ۽ اهو هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ ڦهلجندو ويندو آهي ۽ ان جا مخالف ان کي روڪي نه سگهندا آهن. اها ڳالهه هن سورة جي منڍ ۾ ٻڌائي وئي آهي. هن سورة جو وڏو حصو آخرت جي باري ۾ آهي ۽ ماڻهن کي خبردار ڪيو ويو آهي ته نبين جي ڳالهه کي نه مڃڻ ۽ پنهنجن جاهلاڻن نظرين تي اڙجي بيهڻ سندن لاءِ نقصانڪار آهي. مقصد ته آخرت جي باري ۾ نبي جيڪو ڪجهه چوندا آيا آهن، ان تي هنن کي سنجيدگيءَ سان غور ڪرڻ گهرجي. نه رڳو ڪائنات جي نظام، پر پنهنجي وجود تي به نظر وجهڻ گهرجي ته ڇا ان علم جي شاهدي هر طرف کان ڏني پئي وڃي يا نه.

آخر ۾ توحيد جي دعوت ڏيندي ٻڌايو ويو آهي ته توهان جي رب توهان کي ٻين جي بندگيءَ لاءِ نه، پر پنهنجي بندگي لاءِ پيدا ڪيو آهي ۽ اهو ئي اڪيلو رب توهان جو رزاق آهي. اهو به ٻڌايو ويو آهي، ته ماڻهو پنهنجي نبين جو مقابلو ڪنهن نئوں بنياد ۽ حقيقتن تي نه ٿا ڪن، پر پنهنجي ضد ۽ هٺ ڌرميءَ جي بنياد تي ڪن ٿا. گڏوگڏ نبي پاڪ صلي الله عليه وسلم کي چيو ويو آهي ته انهن جاهلن جي پرواهه نه ڪري ۽ پنهنجي دعوت جاري رکي. اهي نه مڃيندا ته کين عذاب ملندو.

**ذاڪر**: 'ذاڪر' هڪ صفاتي لفظ آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ آهي احوال ڪندڙ يا ذڪر ڪندڙ. 'ذاڪر' لفظ 'ذڪر' مان ورتل آهي ۽ ذڪر جي لفظي معنيٰ آهي 'يادگيري'. الله پاڪ جي ذڪر ڪندڙ کي به ذاڪر چيو وڃي ٿو. فقه جعفريه مسلڪ ۾ ذاڪر لفظ کي وڏي اهميت حاصل آهي. اڪثر امام بارگاهن يا مسجدن ۾ مجلس پڙهڻ وارن خطيبن کي 'ذاڪر' چيو وڃي ٿو. شيعه مسلڪ جي خطيبن کي ٻن الڳ حيثيتن ۾ سڃاتو وڃي ٿو جن مان هڪڙا خطيب 'مولوي يا علامه' ۽ ٻيا 'ذاڪر' سڏبا آهن. مولوي يا علامه عام طور تي انهن خطيبن کي سڏجي ٿو جن جي بيان جو انداز تقرير وارو هجي ۽ 'ذاڪر' انهن خطيبن کي چيو ويندو آهي، جن جي بيان ڪرڻ جو طريقو سوز وارو هجي. ذاڪر اڪثر پنهنجي بيان دؤران پر سوز انداز ۾ مرثيه، نوحه، قصيده ۽ منقبت به پڙهندا آهن. پاڪستان ۾ ڪوڙ سارا شيعا فرقي سان تعلق رکندڙ خطيب اهڙا آهن، جيڪي لفظ ذاڪر سان ڄاتا سڃاتا وڃن ٿا ۽ لفظ ذاڪر انهن جي نالي جو حصو بڻيل آهي. جيئن ذاڪر عطا حسين مهاجر، ذاڪر عاشق حسين نابينا، ذاڪر غلام قنبر، ذاڪر شاهد حسين وغيره.

**ذاڪر حسين، ڊاڪٽر** (سياستدان): ڀارت جي ٽئين صدر ذاڪر حسين کي پهرئين مسلمان صدر هئڻ جو اعزاز حاصل هو هن 8 فبروري 1897ع تي حيدرآباد دکن ۾ جنم ورتو سندس نسلي تعلق رَوهيل کنڊ جي روحلا پشتون خاندان سان هو جيڪي آفريدي پٺاڻ قبيلي مان هئا. سندس ابا ڏاڏا پاڪستان جي ـ حد وٽ



خيبر پختونخوا واري جابلو علائقي جا رهاڪو هئا. هي پشتون سپاهي هئا، جيڪي سترهين صديءَ واري افغان ڪاهه وقت اتر ڀارت جي علائقي روهيل کنڊ طرف آيا. بعد ۾ هي خاندان حيدرآباد دکن ۽ پوءِ فرخ آباد ضلعي (اتر پرديش) ۾ اچي آباد ٿيو.

ذاڪر حسين ڏهن سالن جو ٿيو ته والد گذاري ويس، ڇٺن سالن بعد سندس امڙ به وفات ڪري وئي. هن اسلاميه هاءِ اسڪول اِٽاواهه ۽ پوءِ اينگلو مُحمدن اوريئنٽل ڪاليج (هاڻوڪي عليگڙهه مسلم يونيورسٽيءَ) ۾ تعليم ورتي ۽ اتي ئي سياسي طور سرگرم ٿي شاگرد اڳواڻ ٿي اُڀريو.

ذاڪر حسين 23 سالن جو هو ته هو انهن شاگردن ۽ ڪجهه استادن تي مشتمل ننڍڙي گروپ ۾ شامل هو جن نيشنل مسلم يونيورسٽيءَ جو بنياد وڌو. اها آڪٽوبر 1920ع جي ڳالهه آهي، اها يونيورسٽي پوءِ 1925ع ڌاري ڪرول باغ نئين دهليءَ ۾ ۽ ڏهن سالن بعد جامعه نگر دهليءَ ۾ منتقل ٿي ۽ هاڻي اها مرڪزي يونيورسٽي، جامعه مليه اسلاميه طور مشهور آهي. ذاڪر حسين ان عرصي دوران جرمنيءَ ويو ۽ اُتان جي يونيورسٽي آف برلن مان اقتصاديات ۾ پي. ايڇ. ڊي ڪري موٽيو. جرمنيءَ ۾ رهڻ دوران هن مرزا اسد الله غالب جي شاعريءَ جي انٿالاجي به تيار ڪري ورتي. جڏهن 1927ع ڌاري ڏيهه موٽيو ته هن جامعه مليه اسلاميه کي ڏکين حالتن ۾ ڏٺو ۽ پوءِ وارا 21 سال هن منظم ڪردار ادا ڪندي، اداري کي تعليمي ۽ انتظامي طور ترقي ڏيارڻ ۾ وسان نه گهٽايو

انهيءَ عرصي دوران ئي ڊاڪٽر ذاڪر حسين، انگريز سامراج کان آزاديءَ واري تحريڪ ۾ شامل رهيو پر سندس ترجيح تعليمي نظام ۾ اصلاح ئي رهي. هن مسلسل جاکوڙ سان پاڻ کي رڳو تعليم لاءِ سوچڻ ۽ ڪوشش ونڻ لاءِ وقف ڪيو ساڳئي عرصي دوران سندس ملاقاتون مهاتما گانڌيءَ ۽ محمد علي جناح سان به ٿيون.

ورهاڱي کان فوري پوءِ ذاڪر حسين علي گڙهه يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر بڻيو ۽ هن ورهاڱي کان پوءِ وارن اٿرن کان يونيورسٽيءَ کي بچائڻ ۽ وڌيڪ هَٿي وٺرائڻ لاءِ مشڪلاتن کي منهن ڏنو. ذاڪر حسين 1948ع کان 1956ع تائين عليگڙهه يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر رهيو ۽ ان عهدي تان فارغ ٿيڻ بعد هو ڀارت جي پارليامينٽ جي مٿئين ايوان (Upper House) جو ميمبر بڻيو ۽ 1957ع ۾ رياست بهار جو گورنر ٿيو. 1957ع کان 1962ع تائين بهار جو گورنر رهڻ بعد ذاڪر حسين 1962ع کان 1967ع تائين ڀارت جو نائب صدر رهيو ۽ 13 مئي 1967ع تي ڀارت جو ٽيون ۽ مسلم برادريءَ مان پهريون صدر منتخب ٿيو. هن پنهنجي پهرينءَ تقرير ۾ چيو هو ته، "ڀارت منهنجو گهر ۽ سڀ ڀارتي منهنجا گهرڀاتي آهن."

ڊاڪٽر ذاڪر حسين خلوص ۽ جذبي سان صدارتي فرض انجام ڏنا. سندس وفات به صدارتي آفيس ۾ واقع ٿي. اهو 3 مئي 1969ع جو ڏينهن هو ڪيس جامعه مليه اسلاميه (نئين دهليءَ) ۾ دفنايو ويو.

**ذاڪر حسين** (طبلہ نواز): هندستان جي هن عالمي شهرت يافته طبله نواز جو جنم 9 مارچ 1951ع تي ڀارت جي رياست مهاراشٽر جي وڏي شهر ممبئيءَ ۾ ناميار طبله نواز الله رکيي جي گهر ۾ ٿيو. پاڻ ٻن ڀائرن توفيق قريشي ۽ هڪ ڀيڻ خورشيد اوليائيءَ کان وڏو آهي. ابتدائي تعليم سينٽ

مائيڪل هاءِ اسڪول، ماهيم ممبئيءَ مان حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ گريجوئيشن جو امتحان سينٽ زيورس، ممبئي مان پاس ڪيائين.



12 سالن جي ننڍي عمر ۾ پنهنجي غير معمولي صلاحيت سبب 1970ع ڌاري آمريڪا جي مختلف علائقن ۾ 150 ڪان مٿي محفلِ موسيقيءَ جي محفلن ۾ پنهنجو فن پيش ڪندي، عالمي شهرت ماڻڻ ڪانپوءِ مستقل طور آمريڪا ۾ رهائش پذير ٿيو.

1971ع ڌاري هن آمريڪا جي هڪ تجريدي/ نمايان ٽولي سان گڏجي 'شانتي' نالي پهريون البم تيار ڪيو، جيڪو تمام گهڻو مشهور ٿيو. ان ڪانپوءِ هن 1973ع ۾ جارج هيريسن جي البم "Living in the Material World' ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيو. هن 74- 1973ع ڌاري جان مڪ لولن سان گڏجي 'شڪتي' نالي سان موسيقي جي بينڊ جو بنياد وڌو. جنهن تحت هن هندي ۽ جاز (Indo-Jazz) موسيقيءَ کي ملائي کي نيون ڌنون ٺاهيون. جن تمام گهڻي مقبوليت ماڻي. سندن گڏيل سهڪار سان هڪبئي پٺيان ڪيترا ئي البم مارڪيٽ ۾ آيا، جن ۾ 'شڪتي' (1974ع)، A Handful of Beauty ۽ Natural Elements (1977ع) سر فهرست آهن.

هن مغربي دنيا جي وڏي ۽ ناليواري موسيقار ۽ نغارچي Mickey Hart سان گڏجي موسيقيءَ جي مختلف رٿائن تي ڪم ڪيو. هارٽ سان گڏ، هن جنهن البم سان پنهنجي ڪم جي ابتدا ڪئي، اهو Rolling Thunder هو. هي هڪ سولو البم هو، جنهن ان وقت موسيقيءَ جي دنيا ۾ تمام گهڻي ميڄتا ماڻي، جنهن ڪانپوءِ سندس گڏيل سهڪار سان مختلف البم جهڙوڪ: Mickey Hart's Mystery Box، At the Edge، Diga، Supralingua، Spirit into Sound, Bebe Orishas ۽ Global Drum Project جهڙا مشهور البم تيار ٿيا. مڪي هارٽ ۽ سندس البم Planted Drum کي 1992ع ۾ بطور Best World Music Album پهريون گرامي اوارڊ ڏنو ويو.

20 سالن جي طويل عرصي ڪانپوءِ ڪيس ٻيهر جان مڪويل سان گڏجي ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو ۽ Remember Shakti the Believer ۽ Saturday Night in Bombay (2001) جي نالي سان ٽي مختلف البم رليز ڪيا. ان ڪان علاوه مڪ لالن سان گڏجي وسيع پيماني تي ٿيندڙ موسيقيءَ جي پروگرام Live at Miles Davis Hall (2004)، Live at 38th Montreux Jazz Festival (2004) ۾ براهِ راست پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيو. موسيقيءَ جي البم رليز ڪرڻ ۽ طبلي نوازيءَ جي فن جي ادائگيءَ ڪان سواءِ هن مختلف فلمن لاءِ موسيقيءَ جون ڌنون پڻ تيار ڪيون. 1983ع ۾ ٺهندڙ فلم Heat and Dust جي مڪمل موسيقي ٺاهڻ ۽ ترتيب ڏيڻ جو اعزاز ذاڪر حسين کي حاصل آهي.

هن 1999ع ۾ مليالم فلم وناپرستم ۾ هندي موسيقيءَ جي صلاحڪار طور به ڪم ڪيو آهي. هن فلم لاس اينجلس انٽرنيشنل فلم فيسٽيول (ترڪي)، بمبئي انٽرنيشنل فلم فيسٽيول (انڊيا) ۽ نيشنل فلم اوارڊ (انڊيا) جا اوارڊ حاصل ڪيا آهن. هن In Custody، The Mystic Masseur ۽ Mrs. Lyre جهڙين فلمن لاءِ گانا پڻ تيار ڪيا ۽ ڪجهه گانن Little Budha، Apocalypse Now ۽ ٻين گانن ۾ طبلي جي ڌن کي شامل ڪيو. ذاڪر حسين آمريڪن اٽالين ڇوڪري ڪٿڪ رقاصه ۽ ستاره ديويءَ جي شاگرديائڻيءَ 'Antonia Minnecola' سان شادي ڪئي، جنهن مان ڪيس ٻن نياڻين جو اولاد آهي. سندس وڏي ڌيءَ انيسه قريشي UCLA مان گريجوئيشن ڪرڻ بعد فلم اسٽار طور ڪم ڪري رهي آهي، جڏهن ته سندس ننڍي نياڻي اسبيلا قريشي مينهٽن رقص جي تعليم ۽ سکيا حاصل ڪري رهي آهي. ذاڪر حسين هن وقت پنهنجي گهر وارن سان گڏ آمريڪا ۾ رهائش پذير آهي.

ذاڪر حسين، پنهنجي فن ۽ قابليت جي آڌار تي بيشمار اوارڊ ۽ اعزاز حاصل ڪري چڪو آهي، جن ۾:

1. پدم شري اوارڊ (1988ع).
2. انڊو امريڪن اوارڊ (1990ع).
3. سنگيت ناٽڪ اڪيڊمي اوارڊ (1991ع).
4. پلئنيٽ ڊرم جي سلسلي ۾ گرامي اوارڊ (1992ع).
5. نارم (NARM) انڊيا بيسٽ سيلر اوارڊ (پلئنيٽ ڊرم تي) 2[illegible] ع).
6. نيشنل هيريٽيج فيلوشپ (1999ع).
7. پدم ڀوشن اوارڊ (2002ع).

**ذاڪر علي خان**: ناليواري تعليمدان ذاڪر علي خان جولاءِ 1926ع ۾ رامپور، هندستان ۾ جنم ورتو. هن مئٽرڪ جو امتحان رامپور ۾، 1945ع ڌاري بي. ايس. سي عليگڙهه ۽ 1948ع ۾ انجنيئرنگ ۾ بي. ايس. سي به ساڳئي شهر مان ڪئي. پنهنجي پيشورانه زندگيءَ دوران هو ڪراچي واٽر اينڊ سيورج بورڊ جو مئنيجنگ ڊائريڪٽر، ڪراچي ميٽروپوليٽن ڪارپوريشن ۾ چيف انجنيئر، سرسـ [illegible] د يونيورسٽي آف انجنيئرنگ اينڊ ٽيڪنالاجيءَ ۾ اعزازي وائيس چانسلر، ساڳيءَ يونيورسٽيءَ جي بورڊ آف گورنرس جو باني ميمبر، عليگڙهه انسٽيٽيو [illegible] آف ٽيڪنالاجيءَ جو باني ميمبر، پاڪستان ائسوسيئيشن آف سائنٽسٽس اينڊ سائنٽفڪ پروفيشنلز جو صدر ۽ ڪراچي يونيورسٽي سينڊيڪيٽ ۽ ڪراچي يونيورسٽي اڪئڊمڪ ڪائونسل سليڪشن بورڊ جو ميمبر پڻ رهيو.

هو 1960ع ڪان ويندي وفات تائين عليگڙهه مسلم يونيورسٽي اولڊ بوائز ائسوسيئيشن جو جنرل سيڪريٽري پڻ رهيو. ذاڪر علي خان کي سندس خدمتن جي ڪري عليگڙهه اليومناءِ ائسوسيئيشن ۽ نيويارڪ اليومناءِ اوارڊ 2000ع سان به نوازيو ويو. ڪيس 2008ع ڌاري عليگڙهه مسلم يونيورسٽي آف انڊيا طرفان پهريون سر سيد احمد خان جو عالمي ادب انعام مليو.

هن هاڪي، ٽينس ۽ ٻين رانديون کي هٿي وٺرائڻ لاءِ وڏي جدوجهد ڪئي ۽ ٽيم مئنيجر طور ڪيترن ئي ملڪن جا دورا ڪيا. هن فيبروري 2012ع ۾ 86 ورهين جي عمر ۾ وفات ڪئي. هن کي هڪ ڌيءَ ۽ 3 ٽن پٽن جو اولاد ٿيو، جيڪي معروف ٽينس رانديگر آهن.

**ذاڪر نائڪ، ڊاڪٽر:** نامور عالم ۽ خطيب ڊاڪٽر ذاڪر نائڪ جو اصل نالو عبدالڪريم نائڪ آهي. سندس جنم 18 آڪٽوبر 1965ع تي بمبئي هندستان ۾ ٿيو. هن پنهنجي ابتدائي تعليم ايس. ٽي پيٽرس هاءِ اسڪول بمبئيءَ ۾ ورتي. ان ڪانپوءِ هو ڪشنچند چيلارام ڪاليج ۾ پڙهيو. بعد ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ مان ايم. بي. بي. ايس جي ڊگري حاصل ڪيائين. 1991ع ڌاري هن اسلامڪ ريسرچ فائونڊيشن جو بنياد وڌو ۽ اسلامي تبليغ شروع ڪيائين. ذاڪر نائڪ شيخ احمد ديدات هڪ مشهور داعيءَ کان متاثر ٿي هن طرف آيو. ڊاڪٽر ذاڪر نائڪ مسلمانن توڙي غير مسلمانن ۾ هڪ جيترو مقبول آهي. مذهبي حوالي سان سندس ڪيترين ئي مشهور ۽ معروف تقريرون انٽرنيٽ، ڊجيٽل ڊِسڪن، ڪتابن ۽ سندس نجي ڪوليل چينل 'Peace TV' تي موجود آهن.



سندس تقريرن جا اڪثر موضوع 'اسلام ۽ جديد سائنس'، 'اسلام ۽ عيسائيت'، 'اسلام ۽ سيڪيولرزم' وغيره تي مشتمل آهن. هن بمبئي عالمي اسلامي اسڪول جو بنياد وڌو آهي. ڊاڪٽر ذاڪر نائڪ اپريل 2000ع ۾ عيسائيت جي ناليواري مذهبي عالم وليم ڪئمبل سان آمريڪا جي شهر شڪاگو ۾ مباحثو ڪيو. جنهن جو موضوع 'قرآن ۽ بائيبل' هو. هندستان جي مشهور مذهبي رهنما شري شري روي شنڪر سان به سندس مذهبي بحث ٿيو. جنهن جو موضوع 'اسلام ۽ هندو ڌرم ۾ خدا جو تصور' هو. 2007ع کان اڄ تائين دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن جهڙوڪ، ڪئناڊا، آمريڪا، برطانيه، هندستان وغيره ۾ 10 امن ڪانفرنسون ڪري چڪو آهي. هن پنهنجي ڪيترين ئي تقريرن ۾ دهشتگردي ۽ خودڪش حملن کي ننديو ۽ قرآن پاڪ جي آيتن ذريعي انهن عملن کي غلط ثابت ڪيو.

ڊاڪٽر ذاڪر اسلام ۾ عورتن جي حقن تي به ڪيتريون تقريرون ڪيون آهن. مٿس مختلف حوالن سان تنقيد به ٿيندي رهي آهي، جن تنقيدن جي روشنيءَ ۾ 'انڊين ايڪسپريس' جي هڪ سروي موجب ڊاڪٽر ذاڪر نائڪ ڀارت جي 100 اثر رسوخ وارين شخصيتن ۾ 89 نمبر تي آهي.

سندس مشهور تصنيفن ۾: (1) 'The Concept of God in Major Religions' ۽ (2) 'The Quran & Modern Science' شامل آهن.

**ذاڪري، سيد محمد شاهه:** مشهور عالم، صوفي ۽ اهل طريقت بزرگ سيد محمد شاهه، ذاڪري، جيلاني خاندان مان هو سندس وڏا اصل ڪشمير جا رهاڪو هئا. انگريزن جي دؤر ۾ سندس والد محمد شير شاهه پنهنجي مرشد خواجه نظام الدين کيان شريف آزاد ڪشمير واري جي حڪم سان ديني تعليم ۽ ذڪر اذڪار لاءِ سنڌ ۾ لاڙ طرف آيو لاڙ ۾ تلهار ويجهو سندس درگاهه ۽ مزار موجود آهي. والد جي وصال ڪانپوءِ سيد محمد شاهه نواب شاهه ضلعي ۾ مختلف هنڌن تي رهي، آخر ۾ سڪرنڊ شهر کان اتر طرف ميل کن پنڌ تي قومي شاهراهه لڳ خانقاهه ۽ مسجد جو بنياد رکي فيض عام ڪيو. پاڻ قادري سلسلي سان واسطو رکندڙ هو ان ڪري درگاهه تي هميشه افضل ذڪر لا اله الا الله جي تنوار جاري هوندي هئي. تنهنڪري ذڪر ڪندڙ يا 'ذاڪري' مشهور ٿيو.

پير صاحب جا سائين جي. ايم. سيد ۽ محرابپور واري بزرگ سيد حسن بخش شاهه سان ويجها تعلقات هئا. سندس خط و ڪتابت سائين جي. ايم. سيد جي ڪتابن ۾ موجود آهي. وڏو مصلح ۽ سماج سڌارڪ هو. سندس تعليم ۽ فيض جي اثر سبب ڪيترا چور، ڌاڙا مڙس ۽ ڏوهن ۾ قاتل ماڻهو سندس صحبت ۾ رهي شريعت جا پابند بڻيا ۽ ڪيترا فقير ٿيا. پير صاحب جيئري ئي پنهنجي قبر جوڙائي هئي ۽ پوءِ مٿس روضو تعمير ٿيو. ان ڪري 'روضي ڏٿيءَ' جي نالي سان مشهور ٿيو.



پير سيد محمد شاهه ذاڪريؒ جي مزار جو ڏيک

سندس وفات 29 جمادي الاول 1355هه/ 18 آگسٽ 1936ع تي ٿي. سندس وصال ڪانپوءِ سندس فرزند سيد احمد شاهه ('سهڻي سائين') درگاهه ۽ سلسلي کي وڌايو. سندس مريديءَ جو سلسلو چئني صوبن تائين وسيع رهيو آهي. 'سهڻي سائينءَ' جا فرزند منير احمد شاهه ۽ محمد حنيف شاهه به قديم ۽ جديد علم جي زيور سان سينگاريل آهن ۽ هن وقت سيد منير احمد شاهه درگاهه ذاڪري سڪرنڊ جو سجاده نشين آهي، جڏهن ته سيد حنيف شاهه تلهار واري درگاهه کي سنڀالي ٿو.

**ذاڪري لائبريري:** ذاڪري لائبريريءَ جو بنياد سيد محمد شاهه جيلاني، ذاڪري، 'روضي ڏٿيءَ' وڌو. ذاڪري لائبريريءَ ۾ روحاني تعليم جو سلسلو شروع ڪيو. ذاڪري درگاهه وارن جي طريقت جو سلسلو قادري هو. ان ڪري ذاڪري لائبريريءَ ۾ تصوف جي ڪتابن جو اڄ تائين وڏو انگ موجود آهي.

هن لائبريريءَ جي سار سنڀال سيد محمد شاهه روضي ڏٿيءَ جي وفات ڪانپوءِ سندس پٽ سيد احمد شاهه 'ذاڪري' ڪئي، جنهن به هن ڪتبخاني ۾ موجود ڪتابن جي ذخيري جي حفاظت سان گڏ، ان ۾ وڌيڪ ڪتابن جو چڱو خاصو واڌارو ڪيو 4 جون 2000ع تي سندس وفات ڪانپوءِ اها ذميواري سندس پٽن محمد منير شاهه ۽ محمد حنيف شاهه سنڀالي، جن جديد دور جي سياسي ۽ ادبي علمي ۽ مذهبي ڪتابن جو گهڻو سرمايو گڏ ڪري، هن قديم ڪتبخاني کي قائم رکڻ جو فريضو ادا ڪيو آهي.

هن ڪتبخاني ۾ هزارن جي تعداد ۾ مختلف موضوعن تي ڪتاب موجود آهن.

**ذبح:** ذبح جو مطلب آهي ڪنهن به حلال جانور يا پکيءَ کي شريعت مطابق قربان ڪرڻ، ڪهڻ يا حلال ڪرڻ. شريعت محمدي مطابق ذبح ڪرڻ جا ٻه قسم آهن: (1) ذبح اختياري ۽ (2) ذبح ضرورت.

**(1) ذبح اختياري:** ذبح اختياريءَ جي معنيٰ حلال جانور کي پنهنجي وس يا مرضيءَ مطابق ڪهڻ يا ذبح ڪرڻ آهي. اهو تڏهن جائز آهي، جڏهن حلال جانور کي ڪهڻ وقت ڪهندڙ شخص بسم الله- الله اڪبر چئي ذبح ڪري. شريعت موجب ذبح ڪرڻ يا ڪهڻ جا ڪيترائي شرط آهن، جهڙوڪ: جانور جي نڙگهٽ ۽ ان سان لاڳاپيل رڳن کي چڱيءَ ريت ڪپڻ، مئل جانور نه ڪهڻ، ڪهڻ واري اوزار جو تيز هجڻ، ڪهڻ وقت تڪبير (بسم الله ۽ الله اڪبر) چوڻ وغيره.

ذبح جي ضرورت ۽ ذبح جي مسئلن بابت مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو ڪتاب 'ذبح شڪار' (2011ع) پڙهي سگهجي ٿو.

**ذبح ۽ شڪار** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مصنف مشهور عالم ۽ محدث مخدوم محمد هاشم ٺٽوي آهي. هي ڪتاب سنڌ جي آڳاٽن ڪتابن مان هڪ آهي، جيڪو فقير محمد اسماعيل ڪنيار ٺٽويءَ جديد ٻوليءَ ۽ صورتخطيءَ ۾ آندو آهي. ان کان اڳ هن انهيءَ ڪتاب جو هڪ سادو ڇاپو پڻ ڇپايو هو. 75 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب ۾ ٻه باب آهن: (1) ذبح يعني حلال ڪرڻ جي مسئلن بابت آهي، جنهن ۾ چوپائن جانورن، حلال ۽ حرام جي فرق سان پکين ۽ سُرنڊڙ جانورن سميت آبي جيوَت جو بيان، حرام جانورن جي جدول ۽ ٻي معلومات شامل آهي، (2) شڪار جي مسئلن بابت آهي ته جيئن مسلمانن کي حلال ۽ حرام جي ڄاڻ ميسر ٿي سگهي. انهيءَ موضوع تي هي مڪمل ڪتاب چئي سگهجي ٿو. سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران ان کان اڳ مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جا ٻه ڪتاب 'فرائض الاسلام' ۽ 'راحت المؤمنين' پڻ ڇپايا ويا آهن. ڪتاب جي آخر ۾ محمد اسماعيل ڪنيار طرفان 'متفرق مسئلا' ۽ 'وضاحت' جي عنوان سان ٻه مضمون پڻ ڏنا ويا آهن. هي ڪتاب سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران 2010ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو ۽ ان جي قيمت 100 روپيا ڄاڻايل آهي.




**ذبيح الله:** 'ذبيح الله' حضرت اسماعيل عليه السلام جو الله تعاليٰ طرفان عطا ڪيل لقب آهي، جنهن جي معنيٰ 'خدا جي نالي تي قربان ٿيندڙ' آهي. روايت آهي ته جڏهن حضرت ابراهيم عليه السّلام خواب ۾ پنهنجي پٽ حضرت اسماعيل عليه السّلام کي الله جي نالي تي ذبح ڪندي ڏٺو ته پهرين حيران ٿيو. پر جڏهن لڳاتار ٽي ڏينهن اهو ساڳيو خواب ڏٺائين ته آخر امر خدا تي راضي رهي، سچي حقيقت پنهنجي پٽ حضرت اسماعيلؑ کي ٻڌايائين ته حضرت اسماعيل هڪدم قربان ٿيڻ لاءِ راضي ٿي ويو. جڏهن حضرت ابراهيمؑ پنهنجي فرزند کي ذبح ڪرڻ جو ارادو ڪيو ته سندس اها قرباني (قرآن موجب) قبول ڪندي، الله پاڪ جانورن جي قربانيءَ لاءِ حڪم نازل ڪيو. هن عظيم قربانيءَ جي قبوليت تي حضرت اسماعيلؑ کي رب العزت جي طرفان 'ذبيح الله' جو لقب عطا ٿيو.

**ذرائع ابلاغ** (Mass Media): ذرائع ابلاغ اهڙن وسيلن کي چيو وڃي ٿو، جن سان ڄاڻ ۾ اضافو ٿئي، هي هڪ تعليمي موضوع آهي. هن کي پيغام وڏائيندڙ يا ڦهلائيندڙ چيو وڃي ٿو. هن شعبي ۾ اهي سڀ مشنريون، برقي وسيلا، مواد، مواصلات، سفري ۽ ٻيا ذريعا اچي وڃن ٿا، جن ذريعي پيغام تڪڙو وصول ڪندڙن تائين پهچي ٿو. ذرائع ابلاغ ۾ خاص طور ريڊيو، ٽي. وي، ڪمپيوٽر، اخبارون، ڪتاب، ۽ رسالا وغيره شامل هوندا آهن. ان کان سواءِ پمفليٽ، بل بورڊ، سائن بورڊ، ڪيٽلاگ، سوونيئر ۽ بروشرز به ذرائع ابلاغ جي زمري ۾ اچي وڃن ٿا، جن ذريعي ڪو به پيغام يا معلومات هڪ ئي وقت ۾ ماڻهن جي وڏي انگ تائين پهچائي سگهجي ٿي. پيغام، وصول ڪندڙن لاءِ ڪيتري قدر اثرائتو، ڪارآمد ۽ قابل قبول ٿئي ٿو ان جو دارو مدار ان ڳالهه تي آهي ته ڇا ٿو موڪليو وڃي. ڪيئن ۽ ڪڏهن ٿو منتقل ٿئي، ڪنهن به وسيلي يا ذريعي جو استعمال ڪيترين ئي وسيع ۽ مختلف قسمن جي رستن/وسيلن کي وجود ۾ آڻي ٿو جن ذريعي پيغام کي وصول ڪندڙن تائين مؤثرانداز ۽ تيز رفتار سان پهچائي سگهجي ٿو.

ڪجهه وقت اڳ، ذرائع ابلاغ کي تعليم عام ڪرڻ لاءِ مختلف تعليمي پروگرامن، قومي تعليمي ڪانفرنس ۽ ڪميشنن جو ذريعو بڻايو ويو. پوءِ هن موضوع جي اهميت ۽ افاديت کي نظر ۾ رکندي ڌار موضوع جي حيثيت ڏني وئي. موجوده وقت ۾ ذرائع ابلاغ وارو موضوع دنيا جي هر يونيورسٽيءَ ۾ سبجيڪٽ طور پڙهايو ويندو آهي. هن موضوع ۾ پرنٽ توڙي اليڪٽرانڪ ميڊيا جي فني پهلوئن کان آگاهي ڏني ويندي آهي. پرنٽ ميڊيا ۾ اخبارن ۽ رسالن ۾ ادبي، سياسي، سماجي ۽ علمي لکڻين جي هيئت بابت ڄاڻ هوندي آهي. جڏهن ته اليڪٽرانڪ ميڊيا ۾ سياسي، سماجي علمي ۽ تفريحي وغيره پروگرامن بابت معلومات فراهم ڪئي ويندي آهي. ٽاڪ شوز، انٽرويو مختلف سياسي تجزين تي مشتمل پروگرام، ڊراما ۽ ٻيا ڪيترائي پروگرام هن موضوع جا اهم حصا آهن.

**ذڪر:** الله تعاليٰ کي ياد ڪرڻ کي 'ذڪر' چئجي ٿو. قرآن مجيد ۾ فرمايو ويو آهي ته:

"اي ايمان وارو! الله تعاليٰ جو ذڪر گهڻو ڪندا ڪريو ۽ صبح ۽ شام ان جي تسبيح بيان ڪندا ڪريو" (احزاب: 41). ان کان سواءِ به ڪيترين ئي آيتن ۾ ذڪر جو حڪم آيو آهي. حضرت ابو هريره رضہ کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه و سلم جن فرمايو ته الله تعاليٰ جو فرمان آهي: "آءٌ ٻانهي سان اهو ئي معاملو ڪندو آهيان، جيڪو هو مون مان گمان ڪندو آهي. پوءِ جڏهن هو مون کي ياد ڪندو آهي ته مان به ان کي ياد ڪندو آهيان. جيڪڏهن ٻانهو منهنجو ذڪر ماڻهن جي ميڙ ۾ ڪندو آهي ته مان به سندس ذڪر ان کان بهتر يعني فرشتن جي ميڙ ۾ ڪندو آهيان. جيڪڏهن ٻانهو مون ڏانهن هڪ گرانٽ جيترو متوجهه ٿيندو آهي ته مان ان ڏانهن هڪ هٿ جيترو متوجهه ٿيندو آهيان. جيڪڏهن اهو هڪ هٿ وڌندو آهي ته مان ان ڏانهن ٻه هٿ وڌندو آهيان." (بخاري، مسلم، ترمذي).

نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته الله تعاليٰ وٽ فرشتن جي هڪ جماعت اهڙي آهي، جيڪا ذڪر جي مجلسن کي ڳوليندي رهندي آهي. ڪين جتي ذڪر جي مجلس نظر ايندي آهي ته اهي به ان مجلس

۾ ويهي رهن ٿا. جڏهن اها مجلس پوري ٿيندي آهي ته فرشتا آسمان ڏانهن هليا ويندا آهن. الله تعاليٰ سڀ ڪجهه ڄاڻندي به انهن کان پڇندو آهي ته فرشتؤ، ڪٿان ٿا اچو؟ فرشتا عرض ڪندا آهن. اسان روءِ زمين ۾ تنهنجي اهڙن ٻانهن کان پيا اچون، جيڪي تنهنجي وڏائي، تسبيح، پاڪائي ۽ حمد بيان ڪري رهيا هئا (مسلم). رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته ذڪر ڪرڻ واري ۽ ذڪر نه ڪرڻ واري جو مثال زنده ۽ مرده وانگر آهي. الله تعاليٰ جو ذڪر ڪرڻ وارو زنده آهي ۽ نه ڪندڙ مئل. (مسلم، بخاري، مشڪوٰة).

مشهور محدث ابن قيم پنهنجي رسالي الوابل الصيب ۾ ذڪر جون 44 فضيلتون بيان ڪيون آهن، جن مان ڪجهه هي آهن: الله تعاليٰ جو ذڪر شيطان کي ڀڄائي ٿو ۽ ان جي طاقت کي ٽوڙي ٿو. الله تعاليٰ جي رضامنديءَ جو سبب ٿئي ٿو. دل مان فڪرن، وهمن ۽ غمن کي ڪڍي ٿو ۽ دل ۾ خوشي ۽ سرور پيدا ڪري ٿو. چهري ۽ دل کي منور ڪري ٿو. رزق وڌائي ٿو. الله تعاليٰ جو قرب ۽ محبت پيدا ڪري ٿو. الله جي عذاب کان نجات جو ذريعو ٿئي ٿو. جهنم کان بچائي ٿو. الغرض دنيا ۽ آخرت جون سڀ خوشيون ذڪر ڪندڙ کي نصيب ٿين ٿيون.

**ذڪر ۽ ذڪر ڪرڻ جو طريقو:** ذڪر عام طور تي الله تعاليٰ کي ڪنهن به طرح زبان ۽ دل سان ياد ڪرڻ کي چيو وڃي ٿو پر جيڪو خصوصي ۽ سنت نبويءَ مطابق ذڪر آهي، اهو 'لاَ اِلٰـهَ اِلاَّ اللّٰهُ'، 'اِلاَّ اللّٰهُ'، 'اَللّٰهُ اَللّٰهُ' ۽ 'هُو' جو ذڪر آهي. طريقت جا صاحب بزرگ به انهيءَ طريقي سان ذڪر جي تلقين ڪندا آهن. قادري طريقي وارا جهري (ڏاڍيان) ۽ نقشبندي حضرات خفي (هوريان دل ۾) ذڪر جي تلقين ڪندا آهن.

**ذڪري:** بلوچستان جي هڪ مذهبي ٽولي/ فرقو. هي مذهبي فرقو ان مهدوي تحريڪ جو حصو آهي، جنهن جو بنياد ننڍي کنڊ ۾ سيد محمد جونپوريءَ پنج صديون اڳ وڌو هو. هو اڪثر گهمندي ڦرندي تبليغ ڪندو هو. سنڌ مان شديد مخالفت ۽ خاص ڪري سن ۾ سيد حيدر سنائيءَ جي درياهي جنگ کان پوءِ سيد محمد جونپوريءَ بلوچستان جي ساحلي علائقي مڪران ۾ گذاريو ۽ پوءِ افغانستان هليو ويو. 1504ع ۾ وفات ڪرڻ بعد سندس مزار 'مزار شريف' جي نالي سان شهرت حاصل ڪئي. ان عرصي ۾ ڪيترن مشهور ماڻهن ذڪري تحريڪ کي تسليم ڪيو جن ۾ مغل بادشاهه همايون جو پوٽو اڪبر جي نوَرتنن مان مُلا فيضي، ابو الفضل، شاهجهان جو پٽ ۽ موجوده دور ۾ نواب بهادر يار جنگ شامل هئا. بلوچستان ۾ 'ذِڪرين' گڇڪي حڪمرانن جي دور ۾ زور ورتو. پر پوءِ قلات جي والي مير نصير خان حملو ڪري، ڪين ڀڄائي ڇڏيو ۽ اهي ايران، بلوچستان ۽ گوادر طرف لڏڻ تي مجبور ٿيا.

ذڪرين جو عقيدو آهي ته قرآن مجيد ۾ ٻن قسمن جي اصولن جو ذڪر ڪيل آهي، پهريون قسم شريعت سڏائي ٿو جنهن کي آخرين رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم بيان ڪيو آهي ۽ ٻيو قسم ولايت سڏجي ٿو جنهن جا اسرار ڳجها آهن. اهي 'ذڪر' کي بنيادي اهميت ڏين ٿا. سندن عبادتگاهه 'ذڪرن' يا 'ذڪر خانو' سڏجي ٿي، جتي هو ڏينهن ۾ پنج وقت عبادت ڪن ٿا. ذڪر دوران اُهي دائري ۾ ويهي قرآن پڙهن ٿا ۽ تسبيح پڙهندا رهن ٿا. ذڪرين لاءِ 'ڪوهه مراد' (تربت) مقدس جاءِ آهي، جتي سندن عقيدو آهي ته امام مهدي عليه السلام اچي رهيو هو ۽ جبل جي چوٽيءَ تي عبادت ڪئي هئائين. 'ذڪري' انهن رسمن کي 'زيارت' سڏين ٿا ۽ اهي انهن رسمن دوران پهاڙ جي چوٽيءَ تي 'چوگان' وجهن ٿا. جيڪو هڪ بلوچي لوڪ رقص آهي، جنهن ۾ ڏمال ۽ سماع شامل آهي. (پاڪستانيڪا، سيد قاسم محمود، ص: 2-501)

**ذڪريا شاهه:** هي سمن جي دور ۾ هڪ نالي وارو بزرگ ٿي گذريو آهي. هن جو جنم بدين ۾ ٿيو. هي بدين واري شاهه رڪن الدين ۽ اين شاهه جو ڀاءُ هو. سندس والد جو نالو شيخ اسماعيل ۽ ڏاڏي جو نالو شاهه شهر الله روايت ڪيل آهي، جيڪي سڀئي صاحب اهل الله ليکيا وڃن ٿا. هيءُ بزرگ 'مانڌر جي پٽ' ۾ آرامي آهي. سندس درگاهه ذڪريا شاهه جي نالي سان مشهور آهي، جتي هر سال ميلو لڳي ٿو.

**ذڪريو مهيسر:** تعلقي ميرو خان ۽ ضلعي قمبر- شهدادڪوٽ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هينيان ڳوٺ شامل آهن:

غلام محمد واهڻ، ڳڙهي پريم چند، مياڻي عبدالله، بهران جتوئي عرف غلام حيدر جتوئي، پيارو مگسي، غلام نبي اڏو، جمشيري جتوئي، بچل مهيسر، حڪيم داد بروهي، هزار واهه، بروهين جا گهر، لال ڏنو شر، چٽي واهه جا گهر، جوڳين جا گهر ۽ ملڪاڻي.

**ذلف علي فقير:** صوفي شاعر ذلف علي فقير جو پورو نالو ذوالفقار علي 'ڏونو' ولد حاجي رحمت الله مگسي آهي. هن 6 جولاءِ 1970ع تي ڳوٺ دوست علي مگسي تعلقي قنبر ۾ جنم ورتو. هو ذلف علي فقير جي نالي سان مقبول ٿيو.



ننڍپڻ کان ئي سندس لاڙو تصوف ڏانهن رهيو. فقط ابتدائي تعليم پڙهيو. عشق الاهيءَ جي سُٽي ڪيس والد کان ورثي ۾ ملي. شاهه لطيف سان خاص محبت اٿس. سندس شاعريءَ ۾ هيڪڙائيءَ جو بيان آهي. هن پنهنجي شاعريءَ ۾ قرآن شريف جون ڪي آيتون به سمويون آهن.

سندس شاعريءَ جا ٽي ڪتاب (1) 'ٽيهه اکريون'، (2) 'سارين پيا سبحان کي' ۽ (3) 'اندر منجهه الله' شايع ٿيل آهن.

**ذلفي منهنجو دوست (ڪتاب):** هي ڪتاب ذوالفقار علي ڀُٽي جي دوست پيلو موديءَ جي ڪتاب Zulfi My Friend جو سنڌي ترجمو آهي،




جيڪو حُسين بادشاهه ڪيو آهي. پيلو مودي هن ڪتاب ۾ ذوالفقار علي ڀُٽي سان گڏ گذاريل ننڍپڻ کان جوانيءَ تائين جي لمحن کي بيان ڪيو آهي. ليکڪ هڪ جاءِ تي لکيو آهي ته: "ذلفيءَ کي سدائين مارڪسوادي ڪشش ۽ ماڻهن جي دل ٽوڙي دماغ کي جڪڙيندڙ لفظ پسند آهن. ذلفي انهيءَ ڳالهه لاءِ تيار ٿي چڪو هو ته اهڙو انقلاب آندو وڃي، جيڪو ماضيءَ جا بنياد اکيڙي ڇڏي". پيلو موديءَ ڀُٽي صاحب جي نياڻي محترمه بينظير ڀٽو جو ذڪر ڪندي لکيو آهي ته: "مون کي ان ڳالهه ۾ ذرو به شڪ نه آهي ته بينظير جو مستقبل شاندار آهي. مون کي پوري اميد آهي ۽ منهنجي دعا آهي ته هوءَ پنهنجي پيءُ جي خواهشن کي پورو ڪرڻ ۾ سوڀاري ٿيندي. مون کي ان وقت جو اوسيئڙو آهي، جڏهن آءٌ ذلفيءَ

جي ٻين ٻارن سان ملندس، خاص طور هن جي وڏي پٽ سان، جنهن جو فوٽو ڏسڻ مان لڳي ٿو ته هو بهادر آهي.“ پڪي جلد ۾ ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب روشني پبليڪيشن، ڪنڊياري، سال 2005ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هي ڪتاب 160 صفحن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جي قيمت 120 روپيا ڄاڻايل آهي.

**ذمي (راهل الذِمه)**: اسلامي رياست جي غير مسلم رعيت کي ’ذمي‘ يا ’اهل الذمه‘ چيو وڃي ٿو، جن جي جان، مال، عزت ۽ حرمت جي تحفظ جي ذميداري اسلامي حڪومت قبول ڪئي هجي. اسلامي قانون ۾ غير مسلم رعيت (ذمين) جا ٻه قسم آهن:

(1) اهي ماڻهو، جيڪي ڪنهن صلح نامي يا معاهدي هيٺ اسلامي حڪومت جي ماتحت ٿيا هجن. اهڙن ذمين لاءِ اسلامي قانون هي آهي ته انهن کي اهي سمورا حق حاصل هوندا، جيڪي صلح نامي ۾ لکيل آهن. رسول الله صلي الله عليہ و سلم جن فرمايو آهي ته: ”جيڪڏهن توهان جي ڪنهن قوم سان جنگ ٿي پوي ۽ اوهان انهن تي غالب اچي وڃو ۽ اهي اوهان جي آڏ مڃي صلح نامو طئي ڪن ته توهان تي انهن شرطن تي عمل ڪرڻ فرض آهي.“ (ابو دائود). ابو دائود جي هي حديث شريف ۾ آهي ته: ”جيڪو شخص معاهدي جي خلاف ورزي (ظلم) ڪندو يا ان (ذمي) جا حق پورا نه ڏيندو، يا ان جي طاقت کان وڌيڪ ان تي بار وجهندو، يا ان جي مرضيءَ کان سواءِ ڪا شيءِ ان کان وٺندو ته مان ان جي خلاف آخرت ۾ خود دانهين ٿيندس.“

(2) ٻيا اهي ماڻهو جن کي تلوار (بندوق) جي زور تي فتح ڪيو ويو هجي. انهن جي اجنبيت، شورش ۽ بغاوت جي امڪانن کي ختم ڪرڻ لاءِ قانون ٺاهي سگهجن ٿا ۽ اهو حڪومت جو فرض آهي ته پنهنجي ملڪ ۾ امن ۽ سلامتيءَ جي فضا قائم ڪرڻ لاءِ ضرورت پٽاندر قانون جوڙي. عام طور سان اسلام ۾ گهٽ ۾ گهٽ جيڪي حق ’ذمين‘ کي ڏنل آهن، تن مطابق ذمي جيڪو مذهب چاهين، سو اختيار ڪري سگهن ٿا، ڪين پنهنجي مذهبي رسمن جي ادائگي ۾ مڪمل آزادي حاصل رهندي، سندن عبادت گهر نه ڊاهيا ويندا ۽ ضرورت تحت اهي نوان عبادتخانا جوڙي سگهن ٿا. الله تعاليٰ جو فرمان آهي ته: ”دين جي معاملي ۾ ڪنهن به شخص سان ڏاڍ ۽ نفرت جو سلوڪ نه ٿو ڪري سگهجي ۽ ان جي ضرورت به ناهي ڇو ته گمراهيءَ جي مقابلي ۾ هدايت بلڪل واضح ۽ چٽي آهي“ (البقرة: 256)

ارشاد باري تعاليٰ آهي ته: ”جيڪڏهن الله تعاليٰ هڪٻئي جي ذريعي بچاءَ جو بندوبست نه ڪندو رهي ته يقيناً نصارن جا عبادتخانا، گرجا ۽ يهودين جون عباتگاهون ۽ مسجدون، جن ۾ الله تعاليٰ جو ذڪر گهڻو ٿئي ٿو ڊاهي ڦٽي ڪيون وڃن ها.“ (الحج: 40)

ان ڪري مسلمانن نه صرف پراڻا عبادتخانا برقرار رکيا ۽ ذمين کي نون عبادتخانن ٺاهڻ جي اجازت ڏني، پر انهن عبادتخانن جا لاڳاپيل عهدا ۽ ملڪيتون بحال رکيون، جيڪي انهن لاءِ وقف ٿيل هيون.

ذمين جي معاملي ۾ اسلامي حڪومت ٻي ذميواري هيءَ ڪئي ٿي ته جيڪڏهن ڪنهن دشمن مٿن حملو ڪيو ته اهو حڪومت روڪيندي ۽ ذمين جي حفاظت ڪئي ويندي. ذميءَ جي جان محفوظ رهندي ۽ ان سلسلي ۾ ان جي قانوني حيثيت ٻين شهرين جهڙي هوندي. ذميءَ جو مال محفوظ رهندو ۽ ان جي مال ۽ جائداد جا حق مسلمان شهرين جي برابر هوندا. ذمين جي عزت ۽ ناموس جي حفاظت ڪئي ويندي. اسلامي رياست ۾ مسلمان ۽ ذمي شهري حقن جي معاملي ۾ هڪجهڙي حيثيت رکن ٿا. ذمين لاءِ ڪنهن به قسم جي تحقير جو لفظ استعمال ڪرڻ ناپسند ڪيو ويو آهي. اسلام جي حڪمرانيءَ جو اصول هيءُ آهي ته هر شخص کي فوجي خدمت لاءِ ضرورت جي وقت گهرائي سگهجي ٿو پر ذمين کي رعايت حاصل آهي ۽ انهن تي فوجي خدمت لازمي ناهي. ان خدمت جي عيوضي ۾ ڪانئن جزيي طور معمولي رقم ورتي وڃي ٿي. ڪمزور، پوڙها، ٻار، عورتون، بيمار ۽ بي روزگار ذمي انهيءَ جزيي کان به آجا قرار ڏنا ويا آهن.

**ذوالجناح**: حضرت امام حسين عليہ السّلام جي سواريءَ واري گهوڙي کي ’ذوالجناح‘ سڏيو وڃي ٿو. ذوالجناح بابت تاريخ اسلام ۾ ڄاڻايل آهي ته جڏهن حضرت امام حسين عليہ السّلام پنجن ورهين جو ٿيو، تڏهن سندس ناني حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم هڪ گهوڙو خريد ڪري ڪيس تحفي طور ڏنو ۽ پنهنجي هٿن مبارڪ سان امام حسين عليہ السّلام کي ان گهوڙي تي سوار ڪري ڏسڻ لڳا. گهوڙي جو نالو ’مرتجز‘ هو ڪن تاريخ وارن ان جو نالو ’ذوالجناح‘ لکيو آهي. وڌيڪ مستند ’ذوالجناح‘ کي سمجهيو وڃي ٿو. حضرت امام حسين عليہ السّلام کي گهوڙي تي سواري



ڪندي ڏسي حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم اشڪبار ٿي ويا. اهو ڏسي بيبي فاطمة الزهرا سلام الله عليها کانئن اشڪبار ٿيڻ جو سبب پڇيو ته حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو ته منهنجو پيارو حسينؑ ڪربلا جي ميدان ۾ به ان گهوڙي تي چڙهيل هوندو ۽ ڪربلا ۾ ئي ڏينهن جو اڃيو ۽ بکيو شهيد ڪيو ويندو.

حضرت امام حسين عليہ السلام نانيڻ کان وٺي ذوالجناح تي سواري ڪندو هو ۽ ڪربلا جي ميدان ۾ پڻ انهيءَ ذوالجناح تي آيو ۽ ڪربلا جي ميدان ۾ جهاد ڪندي آخر شهيد ٿي ويو. ڪربلا جي واقعي ڪانپوءِ ’ذوالجناح‘ حضرت امام حسين عليہ السلام سان منسوب آهي. عزاداريءَ جي ڏهاڙن ۾ ماتمداري، مجلسن، تعزين، جهولن، علم پاڪ سان گڏ ’ذوالجناح‘ به وڏي عقيدتمنديءَ سان ڪڍيا ويندا آهن. اهو رواج ايران کان هند، پاڪستان ۽ سنڌ ۾ عام ٿيو.

صحيفة العزا ۾ ڄاڻايل آهي ته سنڌ ۾ ذوالجناح جو رواج ايران کان پيو،



Soorih Mirani

اهو رواج ڪلهوڙن جي دور کان شروع ٿيو. ممڪن آهي ته ان کان اڳ به سنڌ ۾ اهو رواج هجي، پر ان بابت تاريخي شاهدي نه ٿي ملي. ماتمداري، مجلسون، تابوت، پينگهه ۽ علمن جو رواج ڪربلا جي واقعي کانپوءِ جلد ئي سنڌ ۾ عام ٿيو پر ذوالجناح جو رواج ڪلهوڙن جي دؤر ۾ عام ٿيو. ڪلهوڙن کان پوءِ ٽالپرن به هن روايت کي قائم ۽ برقرار رکيو. ٽالپر حڪمران مير فتح علي خان ٽالپر ماتمي جلوس تعزيي سان گڏ ڪيندو هو. ان ۾ هڪ ذوالجناح پڻ عقيدتاً شامل ڪندو هو. مير فتح علي انهيءَ ذوالجناح لاءِ هڪ جڙاؤ سونو ساز، ڪيمخواب ۽ زربفت جي جهُل تيار ڪرائي. مير فتح علي خان سنڌ ۾ تعزيه داريءَ جو بنياد وڌو. اهو ماتمي جلوس فقير جي پڙ (فقير محمد خان جوٽيجي جي پڙ) مان نڪري مختلف هنڌن تان ٿيندو اچي پڪي قلعي وٽ اختتام پذير ٿيندو هو. اهو ذوالجناح به سڄي ماتمي جلوسن سان گڏ هوندو هو. مير ٽالپر جي انهيءَ ذوالجناح جو خاص طبيلو قلعي اندر هوندو هو، جنهن جي سنڀال وغيره سيس ڪندا هئا.

انگريزن جي دور ۾ به عزاداري عروج تي هئي، هين سان گڏ هڪ انگريز ايلچي ڪاٽ عرف علي گوهر مسلمان ٿيو ۽ پڙ تعمير ڪرايائين. ايلچي ڪاٽ هڪ ذوالجناح لاءِ گهوڙو خريد ڪيو ۽ ان جو ساز چانديءَ جو ٺهرايائين. ايلچي ڪاٽ پهريون دفعو 1945ع ۾ هڪ ماتمي جلوس ڪڍيو، جنهن ۾ ذوالجناح به شامل هو. ايلچي ڪاٽ عرف علي گوهر جو پڙ اڄ تائين پڪي قلعي وٽ موجود آهي ۽ اتان ماتمي جلوس اڄ تائين محرم جي ڏهاڙن ۾ نڪرندو رهندو آهي.

موجوده وقت ذوالجناح جو رواج سڄي سنڌ ۾ عام آهي. سڄي سنڌ جي ماتمي جلوسن ۾ ذوالجناح عقيدتاً ڪڍيا وڃن ٿا. اڄ به ذوالجناح جو ساز چانديءَ جو ٺهرايو وڃي ٿو. ذوالجناح واري گهوڙي جي پرورش وڏي عقيدتمنديءَ سان ڪئي ويندي آهي.

**ذوالحج**: اسلامي تقويم ۾ سال جو ٻارهون ۽ آخري مهينو. سال جي چئن حرمت وارن مهينن ۾ ذوالحج مهينو به شامل آهي. هن ئي مهيني جي ڏهين تاريخ اسلام جو پنجون رڪن حج ادا ڪيو ويندو آهي. الله تعاليٰ وٽ هن مهيني جو پهريون ڏهاڪو وڌيڪ پيارو آهي.

حديث شريف ۾ آهي ته: ”مهينن ۾ ڪو به مهينو ذوالحج کان وڌيڪ حرمت وارو ڪونهي.“ (لطائف المارف). مُسنَد بزار ۾ حضرت ابو سعيد خُدري رضه کان روايت آهي ته: ”مهينن جو سردار مهينو ’رمضان‘ آهي ۽ سڀني کان وڌيڪ تعظيم وارو مهينو ذوالحج آهي. ذوالحج مهيني جا ڪجهه خاص ڏينهن وڌيڪ فضيلت وارا آهن. خاص ڪري نائين، ڏهين، ٻارهين ۽ ٽيرهين تاريخن کي ’ايام التشريق‘ چيو وڃي ٿو انهن ڏينهن ۾ هر فرض نماز کانپوءِ تڪبيرون پڙهجن ٿيون.

حديثن ۾ ذوالحج جي پهرين ڏهاڪي جي ڏينهن جي تمام وڏي فضيلت بيان ٿيل آهي. انهن ڏينهن ۾ تڪبيرون گهڻيون پڙهبيون ۽ ڪثرت سان عبادت ڪبي آهي.

الله تعاليٰ کي انهن ڏينهن جي عبادت تمام گهڻي پسند آهي. سموري دنيا جا مسلمان عيدالاضحيٰ ٻه رڪعتون نماز جماعت سان ادا ڪري خطبو ٻڌي پوءِ وس آهر قرباني ڪندا آهن.

**هن مهيني جي ڪن اهم واقعن ۾ هي آهن:**

(1) **بيعت عقبه**: مديني جي صحابه ڪرام منيٰ (مڪي) ۾ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن سان بيعت ڪئي.

(2) جنگ بدر کانپوءِ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي نياڻي حضرت فاطمة الزهره رضه جي شادي سندن سؤٽ حضرت علي ع سان ٿي.

(3) **مهر نبوت**: پاڻ ڪريمن صلي الله عليه وسلم جن عجم جي بادشاهن ڏانهن ذوالحج 10هه ۾ تبليغي خط لکيا ۽ انهن تي مهر نبوت ’محمد رسول الله‘ لڳائي وئي.

(4) **ابراهيم بن محمد صلي الله عليه وسلم جن جي ولادت**: ذوالحج 8 هه تي حضرت بيبي ماريه قبطيه جي بطن مبارڪ ٿي.

(5) **اسلام جي پهرين عيد الاضحيٰ**: 10 ذوالحج 2 هه ۾ مديني جي سرزمين تي پڙهي وئي.

(6) 13 ذوالحج 35 هه ۾ حضرت عثمان رضه شهيد ٿيو 28 ذوالحج تي حضرت علي عليه السلام خلافت جي مسند تي ويٺو.

**ذوالفقار**: هڪ مشهور تلوار. جيڪا حضور ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کي بدر جي جنگ ۾ غنيمت جي مال ۾ ملي هئي. اُن کان اڳ ۾ اُها تلوار عاص بن منبه وٽ هئي، جيڪو بدر جي جنگ ۾ مسلمانن هٿان مارجي ويو هو.

ذوالفقار تلوار جي وجه تسميه اها آهي ته ان ۾ ڏندا يا ليڪون نڪتل هيون. حضور صلي الله عليه وسلم جن هڪ خواب ڏٺو ته سندن تلوار ذوالفقار جي ڌار ٽٽي پئي آهي. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم ان جو تعبير اهو ڪيو ته سندن ذات مبارڪ تي ڪا تڪليف اچڻ واري آهي، جيڪا احد جي جنگ ۾ ڪين آيل تڪليف مان مراد ورتي وئي (البلاذري: انساب الاشراف). تلوار توڙي جو پاڻ ڪريمن جي هئي، پر اها هوندي حضرت علي ڪرم الله وجهه وٽ هئي، ان ڪري ذوالفقار جي نسبت هميشه حضرت علي عليه السلام سان رهي ۽ علوي نشان سمجهي وڃي ٿي. حضرت علي ع ۽ ذوالفقار جي نسب جو هي شعر اڄ تائين مشهور آهي:

شاهِ مردان، شيرِ يزدان، قوتِ پروردگار،
لافتيٰ الاعلي، لاسيف اِلا ذوالفقار.

اها تلوار آخرڪار عباسي خليفن جي هٿ چڙهي وئي.

**ذوالفقار راشدي**: سنڌ جي نامياري شاعر، اديب ۽ صحافي ذوالفقار راشديءَ جو پورو نالو سيد ذوالفقار علي ولد سيد محمد امام شاهه راشدي هو. سندس جنم 10 مارچ 1938ع تي پير جي ڳوٺ، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ٿيو. ذوالفقار راشديءَ بنيادي طور تي علمي ۽ ادبي ماحول ۾ پرورش حاصل ڪئي، ان ڪري علم ۽ ادب ڪيس ورثي ۾ مليو. پاڻ هڪ زميندار به هو. هن شاعريءَ جو آغاز 1949ع کان ڪيو. سندس پهريون غزل ’اسان جي منزل‘ جي عنوان سان 1952ع ۾ ڇپيو. ذوالفقار راشدي جديد شاعرن ۾ صف اول جو





Soorih Mirani

شاعر تي گذريو آهي. هن سنڌيءَ ۾ افسانا ۽ مضمون به لکيا. سندس دلچسپي صحافت سان پڻ رهي. 1953ع ڌاري لاڙڪاڻي مان جاري ٿيندڙ هفتيوار اخبار ’هاري‘ جو ايڊيٽر به رهيو. جنهن کانپوءِ 1960ع ڌاري لاڙڪاڻي مان ٺي هفتيوار رسالو ’مذهب- انسانيت‘ به جاري ڪيائين. ان سان گڏوگڏ مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ سندس لکڻيون شايع ٿينديون رهيون. ذوالفقار راشديءَ جي شاعريءَ جو ڪتاب ’سوچ ڪي لوچ‘ (1980ع) ۽ ’ڪسوٽي‘ (1982ع) شايع ٿي چڪا آهن. ذوالفقار راشديءَ جي شاعريءَ ۾ لفظن جي چونڊ منفرد ۽ جداگانه هوندي هئي. هن جون سوچون ۽ خيال جديد ۽ ترقي پسند هئا. هن غزل جي شاعريءَ ۾ پنهنجن همعصرن کان مختلف هو ۽ ڪنهن جو مقلد نه هو. هن جي ٻولي سادي، ترڪيبون ۽ تشبيهون نج ۽ نيون هونديون هيون. سندس شمار غزل جي اهم شاعرن ۾ ٿئي ٿو.

ذوالفقار راشديءَ، 26 آگسٽ 1986ع تي چانڊڪا اسپتال لاڙڪاڻي ۾ وفات ڪئي.

**ذوالفقار سيال، ڊاڪٽر**: ناليواري شاعر، اديب. ڊاڪٽر ذوالفقار سيال ولد سرائي محمد خان سيال 28 مئي 1957ع تي ڳوٺ فريدآباد، تعلقي باقراڻي، ضلع لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. خانداني لحاظ کان سندس لاڳاپو



زميندار ۽ تعليم يافته خاندان سان آهي. هن 1972ع ۾ مئٽرڪ ڪئي. لياقت ميڊيڪل ڪاليج ڄام شوري مان ايم. بي. بي. ايس جي ڊگري حاصل ڪرڻ بعد 1984ع ۾ ڪميشن جو امتحان ڏئي، چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج کان عملي زندگيءَ جي ابتدا ڪيائين. آر. ايم. او (ايڊمنسٽريشن) ايل. ايم. سي حيدرآباد ۽ لاڙڪاڻو (1989ع-1988ع) رهيو. ان کان سواءِ اسسٽنٽ ڊسٽرڪٽ هيلٿ آفيسر حيدرآباد، ايڊيشنل پوليس سرجن جناح اسپتال ڪراچي ۽ ايم. ايس چانڊڪا ميڊيڪل اسپتال لاڙڪاڻو به رهيو.

ذوالفقار سيال 1971ع ڌاري لکڻ جي شروعات ٻاراڻي ادب کان ڪئي. سندس ٻارن لاءِ ڪهاڻيون ۽ شاعري مختلف اخبارن جي ’ٻارن جي صفحن‘ ۾ ڇپجنديون رهيون. چانڊوڪي پبليڪيشن لاڙڪاڻي جو (1976ع-1974ع) جو ايڊيٽر ۽ سنڌي ادبي سنگت سنڌ جي ’سنگت‘ مخزن جو چيف ايڊيٽر (2008ع- 2006ع) رهيو آهي.

ڊاڪٽر ذوالفقار سيال سنڌي ادبي سنگت لاڙڪاڻي جو ميمبر ۽ 1972ع ۾ ان جو سيڪريٽري بڻيو. ان کانپوءِ 1976ع ۾ سنڌي ادبي سنگت ايل. ايم. سي جو سيڪريٽري ٿيو. هو 1996ع ۾ سنڌي ادبي سنگت سنڌ جو مرڪزي خزانچي ۽ 2006ع ۾ ٻن سالن لاءِ سنگت مرڪز جو سيڪريٽري جنرل چونڊيو ويو.

ڊاڪٽر ذوالفقار سيال، سٺو ڪمپيئر به آهي ۽ ٽي. وي جي ڪيترن پروگرامن جي ميزبان جي حيثيت سان ڪمپيئرنگ ڪري چڪو آهي. هن ڪيترن سنڌي ۽ اردو ڊرامن (’ڪن ۽ ڪنارا‘، ’پرهه ڦاٽڻ کانپوءِ‘، ’غازي عبدالقيوم شهيد‘، ’درد ڪو جو زبان ملي‘) ۾ اداڪاري به ڪئي آهي.

هن جي شاعريءَ جا چار ڪتاب: (1) ’رڻ سڄو ئي رت ڦڙا‘، (2) ’ڳاڙها هٿ پيلا ڇهرا‘، (3) ’ڇهرا چنڊ گلابن جهڙا‘ ۽ (4) ’بارش کانپوءِ‘ ڇپيل آهن، جڏهن ته سندس ٻاراڻي شاعريءَ جا پڻ ڪيترائي ڪتاب ڇپيل آهن.

**ذوالفقار شاھ**: نوجوان ليکڪ، سماجي ورڪر ۽ مختلف اين. جي. اوز جو سرگرم اڳواڻ ذوالفقار شاھ، 28 جون 1977ع ۾ راڌڻ، ضلعي دادو ۾ ڄائو.



ايم. اي (2004ع) ۾ فلاسافيءَ جي مضمون ۾ سنڌ يونيورسٽي مان ڪئي ۽ هن وقت ’ڊيولپمينٽ اسٽڊيز‘ جي موضوع تي سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان پي. ايڇ. ڊي ڪري رهيو آهي. هن 1995ع ۾ روزاني ’ڪاوش‘ ۾ سب ايڊيٽر طور ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. ان کان پوءِ لڳاتار روزاني ’عبرت‘، ڊبليو. ڊبليو. ايف (World Wildlife Fund Karachi) ۾ بطور ڪنسلٽنٽ، فشر فوڪ فورم ۾ ريسرچ ڪوآرڊينيٽر (2004ع)، پي. اي. پي فائونڊيشن آمريڪا ۽ ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ ڊيولپمينٽ ڪوآرڊينيٽر (2005ع)، فشر فوڪ فورم جو پروگرام مئنيجر (2006ع)، ’سائوٿ ايشيا پارٽنرشپ پاڪستان‘ سماجي تنظيم جو صوبائي ڪوآرڊينيٽر (2009ع)، سائوٿ ايشيا پارٽنرشپ پاڪستان جو پروگرام مئنيجر (2010ع) به رهي چڪو آهي.

هن وقت ’انسٽيٽيوٽ فار سوشل موومينٽ- پاڪستان‘ جو ايگزيڪيوٽو ڊائريڪٽر آهي. هن ننڍي هوندي کان سماجي ڪمن ۾ متحرڪ ڪارڪن طور ڪم ڪيو. مختلف مئگزين، جهڙوڪ: سوشل موومينٽ جرنل، پاڪستان ڪنٽري گائيڊ، نيوز اينڊ اوپنين جو ايڊيٽر رهي چڪو آهي. سنڌ توڙي عالمي سطح تي ڪيترين ڪانفرنسن جو آرگنائيزر رهيو آهي. هي علائقائي ۽ بين الاقوامي معاملن بابت سنڌ يونيورسٽيءَ سميت جواهر لعل نهرو، دهلي يونيورسٽي، پنجاب يونيورسٽي چنڊيگڙهه، پريس ڪلب چنڊيگڙهه، ماهدال يونيورسٽي بئنڪاڪ وغيره ۾ ليڪچر ڏئي چڪو آهي. مختلف ملڪي توڙي بين الاقوامي ورڪشاپن ۾ سماجي ورڪرن کي سکيا ڏيندو رهيو آهي. هيءُ موومينٽ فار پيس اينڊ ٽالرنس پاڪستان جو ڪنوينر؛ سنڌ ايگرين رفارمس ايسوسيئيشن ڪميٽيءَ جو ڪوآرڊينيٽر؛ پاڪستان لينڊ ڪوليشن جو صلاحڪار. انٽرنيشنل انسٽيٽيوٽ آف اسٽريٽجڪ اسٽڊيز برطانيا جو ٻن سالن جي مدي لاءِ ميمبر، انٽرنيشنل سوسائٽي فار فلاسافر، شفلڊ يونيورسٽي برطانيا، سائوٿ ايشيا ريسرچ فورم لنڊن، برطانيا جو ميمبر پڻ آهي. سندس ڪالم سنڌي ۽ انگريزي اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيندا رهيا آهن. سندس هڪ ڪتاب An Environmental Assessment Indus Delta: (2006ع) ۽ هڪ ڪتابچو Water People and Protest ڇپيل آهن. هيءُ سنڌ جي سول سوسائٽي ۾ متحرڪ اڳواڻ طور سڃاتو وڃي ٿو. سنڌ ۾ سماجي جاڳرتا لاءِ ڪيل سندس ڪم اهميت جوڳو آهي. ذوالفقار شاھ ڪجهه عرصو اڳ نيپال ۾ وڃي رهائش اختيار ڪئي آهي.

**ذوالفقار علي** (راڳي): ناماري ڪلاسيڪل راڳيءَ ذوالفقار عليءَ، 5 مئي 1963ع ڌاري حيدرآباد ۾ استاد نياز حسين قريشيءَ جي گھر جنم ورتو. سندس خانداني تعلق گواليار جي گائڪ گھراڻي سان آهي. هن راڳ جي ابتدائي سکيا پنهنجي والد استاد نياز حسين کان حاصل ڪئي، جنهن کانپوءِ مختلف وقتن تي استاد فدا حسين خان، استاد رشيد علي خان، استاد وزيرعلي خان، استاد اميرعلي خان ۽ استاد مجيد خان (ستار نواز) کان گائڪيءَ جي سکيا ورتي. ان سان گڏ تعليم جاري رکندي 1969ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايم. اي (ماس ڪميونيڪيشن) جي ڊگري ٽين پوزيشن سان حاصل ڪئي. ان کانسواءِ هن ميوزڪالاجيءَ ۾ ڊپلوما، سال 2006ع ۾ نيشنل ڪاليج آف آرٽس، لاهور مان ڪئي آهي ۽ ڪجھ وقت اتي ئي پڙهايو به اٿس. 2006ع ۾ پنجاب يونيورسٽي مان هندي ٻوليءَ ۾ ڊپلوما ڪيائين. گائڪيءَ جي شروعات ريڊيو پاڪستان حيدرآباد کان 1975ع ڌاري ڪيائين. جڏهن ته 1978ع کان پي. ٽي. وي تي پنهنجي ڀاءُ مظهر حسين سان گڏ ڳائڻ شروع ڪيائين. ان کانسواءِ سندس ڪلام ريڊيو پاڪستان لاهور تان به نشر ٿيا آهن. ذوالفقار علي نيشنل ڪاليج آف آرٽس لاهور، اوريئنٽل ڪاليج لاهور سان به لاڳاپيل رهيو. آل پاڪستان ميوزڪ ڪانفرنس ڪراچي جي اهتمام ۾ به اڳيرو رهيو. ذوالفقار علي پڙهيل لکيل ۽ سلجهيل گائڪ آهي. شاهه لطيف جي وائيءَ کي پنهنجي خاص انداز سان ڪمپوز ڪري ڳائڻ ۾ هنهي پائرن جي منفرد سڃاڻپ رهي آهي. ان کان سواءِ هائيڪو، آزاد نظم، ڪافي، غزل، گيت ۽ وائيءَ کي نيم ڪلاسيڪل انداز ۾ ڳائڻ ۾ مهارت رکن ٿا. ذوالفقار علي، هن وقت سنڌ يونيورسٽي شعبي ۾ ماس ڪميونيڪيشن ۾ اسسٽنٽ پروفيسر آهي، سنڌالاجيءَ ۾ قائم سينٽر فار ميوزڪ ايجوڪيشن جو انچارج آهي. ان کان اڳ ذوالفقار علي مهراڻ يونيورسٽيءَ جي پرائمري سيڪنڊري اسڪول ۾ 1989ع کان 1993ع تائين ميوزڪ ٽيچر پڻ رهيو.



ذوالفقار علي، سنڌ يونيورسٽيءَ طرفان 'ٻارن تي پي. ٽي. وي پروگرامن ۽ ڪمرشلز جا اثر' هيٺ هڪڙي پراجيڪٽ تي پڻ ڪم ڪري چڪو آهي. گڏوگڏ 8-2007ع ۾ لوڪ ورثو، اسلام آباد جي هڪڙي پراجيڪٽ 'نڙ- ثقافتي موسيقي ڪا ساز' تي به ڪم ڪيائين. هن 'نئين زندگي' ۽ ٽه ماهي 'مهراڻ' رسالي ۾ موسيقي ۽ ان سان لاڳاپيل شخصيتن تي مضمون ۽ گائڪن جا سوانحي خاڪا ۽ تحقيقي مضمون به لکيا، جن ۾: موسيقي ۽ ان سان لاڳاپيل لکڻين جي ڏسٽي، استاد منظور علي خان، استاد ٻيبو خان، استاد نياز حسين، استاد فدا حسين، استاد اميرعلي خان، محمد يوسف، وحيد علي، محمد جمن، مائي ڀاڳي، محمد ابراهيم، استاد گلزار علي خان، استاد سينڊو خان، استاد ارباب خان کوسو ۽ بابو فقير جا خاڪا شامل آهن.

ذوالفقار عليءَ، نيشنل ڪاليج آف آرٽس لاهور جي ڊپارٽمينٽ آف ميوزڪالاجيءَ ۾ 2008ع ڌاري استاد امير علي ۽ استاد مجيد خان جي ڪتا سان گڏ سارنگيءَ جي حوالي سان تحقيقي ۽ تجرباتي مقالو لکيو. 1995ع ۾ پي. ٽي. وي پروگرام 'سر جو سفر' جو اسڪرپٽ لکيائين. هن يونيسيف کان سواءِ ٻين ڪيترن ادارن جي سيمينارن ۽ ورڪ شاپن ۾ حصو ورتو. 2005ع ڌاري دهليءَ ۾ ٻالڪ ميلي جي هڪڙي موسيقيءَ ۽ ناچ واري مقابلي جو ٻه جج رهيو.

ذوالفقار علي 2008ع ۾ 'خيال درپن' تي هڪڙي سي. ڊي رليز ڪرائي، جيڪا يڪتارا ايسوسيئيشن دهلي ۽ آل پاڪستان ميوزڪ ڪانفرنس ڪراچيءَ جي تعاون سان رليز ٿي. ان کانسواءِ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي جام شوري طرفان سندس شاهه لطيف جي سُر ڪلياڻ (2007ع) ۽ سُريمن ڪلياڻ (2008ع) جون ٻه سي. ڊيون به رليز ٿيون آهن.

سندس ڳايل مشهور ڪلامن ۾: (1) 'يار سڄڻ جي فراق آءُ ماري'، (2) 'مون کان سنڌ نه وسري'، (3) 'ڳاءِ وري ڪجھ ڳاءِ بانورا'، (4) 'يادون'، (5) 'سيڪا پريان ڪون پوڇي'، (6) 'عيد جو چنڊ ته ناهيان' وغيره مشهور آهن.

ذوالفقار علي اڪثر پنهنجي ڀاءُ مظهر عليءَ سان جوڙيءَ ۾ ڳائيندو آهي.

هن مارچ 2007ع ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄام شوري ۾ 'وائيءَ جي اصليت ۽ ارتقا' تي تيار ڪيل تحقيقي مقالو (ايم. فِل لاءِ) پيش ڪيو ۽ ساڳئي عنوان تي سندس پي. ايڇ. ڊي مڪمل ٿيڻ واري آهي.

هن ڪيترا اوارڊ ۽ شيلڊون به حاصل ڪيون آهن. جن ۾: سنڌ يونيورسٽيءَ جي ميوزڪ مقابلي جو پهريون انعام (92-1990ع)، قلندر لعل شهباز اوارڊ (1992ع)، استاد منظور علي خان شيلڊ (1993ع)، پراڻ اوارڊ ٽرپارڪر (94-1993ع)، سرتال اوارڊ پريس ڪلب حيدرآباد (1996ع)، لاجواب جوڙي آف سنڌ اوارڊ، ڊائو ميڊيڪل ڪاليج اوارڊ (1997ع)، استاد فيروز گل (موسيقار) اوارڊ (1997ع)، نت ڪت ڀارائي مئگزين جو اوارڊ (1998ع)، ريڊيو پاڪستان سلور جوبلي سيليبريشن اوارڊ (1999ع)، ماهوار نئين زندگي 'ٿيم سانگ اوارڊ'، ريڊيو پاڪستان (1999ع)، قلندر لعل شهباز بيسٽ گائڪ اوارڊ (2002ع) ۽ ٻيهر قلندر لعل شهباز بيسٽ گائڪ اوارڊ (2008ع) وغيره شامل آهن.

هن وقت حيدرآباد ۾ رهائش پذير آهي.

**ذوالفقار علي ڀُٽو** :(ڏسو ڀُٽو ذوالفقار علي: جلد ٻيو).

**ذوالفقار علي ڪلهوڙو**: نوجوان ائنٿراپالجسٽ ۽ محقق. ذوالفقار علي ولد مير محمد ڪلهوڙو، چوٿين جنوري 1977ع تي وارهه تعلقي جي ڳوٺ آباد ڪلهوڙا ۾ ڄائو سندس ڪٽنب محرابپور، ضلعي خيرپور ۾ لڏي اچي اهو ڳوٺ آباد ڪيو هن ابتدائي تعليم مقامي سطح تي ورتي ۽ 1996ع ڌاري شاهه لطيف يونيورسٽي، خيرپور مان گريجوئيشن ڪيائين. جنهن بعد قائداعظم يونيورسٽي، اسلام آباد مان 2001ع ڌاري ائنٿراپالاجيءَ ۾ ايم. ايس. سي: 2007ع ۾ ساڳئي مضمون ۾ ايم. فل مڪمل ڪيائين ۽ وڌيڪ تعليم لاءِ ساڳيءَ يونيورسٽيءَ ۾ قائم



’ٽيڪسيلا انسٽيٽيوٽ آف ايشين سولائيزيشن‘ ۾ پي. ايڇ. ڊي ڪري رهيو آهي.

ذوالفقار علي ڪلهوڙي مختلف ۽ منفرد موضوعن تي ڪيترائي تحقيقي مقالا لکيا آهن. جيڪي هن قومي ۽ بين الاقوامي ڪانفرنسن ۾ پڙهيا ۽ مختلف جرنلن ۾ شايع پڻ ڪرايا آهن. 2000ع کان 2001ع تائين گلگت ۾ ’بين الاقوامي اداره براءِ تحفظِ ماحوليات‘ (IUCN) ۾ ڪم ڪيو.

هن ٽيڪسيلا انسٽيٽيوٽ آف ايشين سولائيزيشن ۾ ريسرچ آفيسر طور جون 2002ع کان فيبروري 2003ع تائين ڪم ڪيو. هن وقت هو پاڪستان انسٽيٽيوٽ آف ڊيولپمينٽ اڪانامڪس (PIDE) ۾ ريسرچ انٿراپالاجسٽ طور خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي. هن سنڌ جي قديم آثارن تي تمام گهڻو ڪم ڪيو. جنهن ۾ ڪيرٿر جبل ۾ قديم آثارن کي جانچي انهن تي لکيو آهي. انٿروپالاجسٽ هئڻ ڪري هن سنڌ جي قديم قبيلن رٻارين، جنڊ آهوڙن، ڪن ڦاڙ جوڳين ۽ ٻڙهن تي واڪاڻ جوڳو ڪم ڪيو آهي.

ذوالفقار ڪلهوڙي جي تحقيقي مقالن مان ڪي اهم هيٺ ڏجن ٿا:

(1) Funerary Memorial Architecture of Kalhora and Talpur Periods in Sindh, (2) Hindu Shrines in Umarkot, Sindh, (3) Jain Temples in Nagarparkar, Sindh, (4) Historical perspective on Kertigad..The capital of Makwanas of Sindh, (5) Folk Deities of Tharparkar, (6) The Pantheon of the Rabari tribe in Nagarparkar, (7) Hunting techniques of Jandawra community of Rajo Nizamanis, Sindh, (8) Megaliths of Thana Bula Khan, (9) Buddhist engravings in Gaj Valley, Khirthar, (10) Bronze Age Rock Art in Sallari Valley, Khirthar, (11) Zoroastrian symbols in Rock art of Angai Valley, Khirthar, (12) Gabarbands/Gorbands in the Valley of Maher, Karachi, (13) Mystery of Dolmens of Karachi district, (14) Talpur Monuments at Drigh Bala, (15) Suhrawarddiya Saints in lower Sindh, (16) Ismaili Shrines in Lower Sindh, (17) Chaukhandi tombs at Hinidan, (18) Sikh Darbars in Upper Sindh, (19) Talpur Tombs in Rohri, Sindh, Journal for Asian Civilizations, (20) The forgotten Necropolis of Manikani Talpur in Badin, (21) 'Tombstones of Fallen Heroes', Suomen Antropologi, (22) 'Representations of Music and Dance in Islamic tombs of Sindh, Pakistan', (23) The rock carvings in Shakloi Dhoro of Gaj (Sindh), (24) Depictions of Folk Romance of Moomal Rano in Kalhora period tombs in Larkana.

**ذوالفقار ڪولاچي:** قومپرست اڳواڻ ذوالفقار ڪولاچي، ڦهرين جنوري 1974ع تي لاڙڪاڻي ضلعي جي شهر باڊهه پرسان سيهڙ اسٽيشن ڳوٺ ۾ الهڏني ڪولاچيءَ جي گهر ۾ جنم ورتو. هن ابتدائي تعليم سيهڙ اسٽيشن جي پرائمري اسڪول مان پرائي، جنهن بعد سيهڙ وليج جي مڊل اسڪول ۾ اٺين درجي تائين پڙهيو. ڳوٺ ۾ وڌيڪ پڙهائيءَ جي سهوليت نه هئڻ ڪري



ڏوڪري هاءِ اسڪول مان مئٽرڪ ڪيائين. هن انٽر جو امتحان به ڏوڪري سائنس ڪاليج مان پاس ڪيو. ان بعد ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي مان گريجوئيشن ڪيائين. ذوالفقار ڪولاچي تعليم مڪمل ڪري روزگار سانگي ڪراچيءَ هليو ويو جتي مختلف مزدوريون ڪيائين. ڪارخاني ۾ ڪم ڪرڻ دوران هن ٺيڪيداري به ڪئي. ليبر فورمين به ٿيو ۽ مزدورن جي نگراني ڪرڻ لڳو. اهڙيءَ طرح هن سماجي ورڪر طور ڪم ڪيو ۽ مزدورن جي حقن لاءِ جاکوڙ ڪئي.

هن پنهنجي سياسي سفر جي شروعات جيئي سنڌ لطيف سنگت کان ڪئي. ڪاليج دوران جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن سان لاڳاپجي ويو. اهڙيءَ طرح شاگرد سياست (جساف) مان نڪري پارٽيءَ (جسقم) ۾ شامل ٿيو جتي مختلف عهدن تي رهي ڪم ڪيائين. ڪل وقتي ڪارڪن هو ۽ جي. ايم. سيد جو فڪري پيروڪار هو. جڏهن جسقم ٻن ڌڙن ۾ ورهائي ته ذوالفقار ڪولاچي جسقم آريسر سان شامل رهيو. 31 ڊسمبر 2005ع تي نواز خان زنئور سان گڏ ٻولهاڙي اسٽيشن تان قانون نافذ ڪندڙ ادارن ڪيس گرفتار ڪيو ۽ ٻن مهينن کان پوءِ گهاري ويجهو ڳوٺ سلطان آباد وٽ ڪيس ڇڏيو ويو. ان کان پوءِ به هو ڪيترا ڀيرا گرفتار ٿيو. ذوالفقار ڪولاچي قومي سياست کي ڪراچيءَ ۾ متحرڪ ڪيو. جڏهن سرائي قربان کهاوڙ جسمم ۾ شموليت ڪئي ته ذوالفقار ڪولاچي به سندس ساٿي بڻيو ۽ جسمم جو مرڪزي عهديدار چونڊيو ويو. 5 مارچ 2011ع تي ڪراچيءَ ۾ پنهنجي گهر ۾ ويٺل هو ته مٿس دستي بم سان حملو ٿيو ۽ شهيد ٿيو. ڪيس اباڻي ڳوٺ سيهڙ اسٽيشن ۾ مٽي ماءُ حوالي ڪيو ويو.

**ذوالفقار مرزا:** سنڌ جي مشهور سياستدان ڊاڪٽر ذوالفقار مرزا، 12 جنوري 1954ع تي جسٽس ظفر حسين مرزا جي گهر، حيدرآباد ۾ جنم ورتو. سندس تعلق سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي محسن مرزا قليچ بيگ جي خاندان سان آهي، جيڪي گرجي مرزا پڻ سڏيا وڃن ٿا. هن سيڪنڊري تائين تعليم، ڪيڊٽ ڪاليج پيٽاري مان ورتي، جتي ملڪ جي موجوده صدر آصف علي زرداريءَ سميت ٻيا مشهور ماڻهو سندس دوست رهيا. ذوالفقار مرزا، ايم. بي. بي. ايس جي ڊگري لياقت ميڊيڪل ڪاليج مان ورتي. هي شروع کان وٺي پيپلز پارٽيءَ سان وابسته رهيو آهي. محترمه شهيد بينظير ڀٽو جو به مٿس اعتماد هوندو هو جڏهن هوءَ آڪٽوبر 2008ع ۾ ڏيهه واپس آئي ته ڊاڪٽر ذوالفقار مرزا سوين جان نثار سائين سان محترمه جي حفاظت ۾ پيش پيش رهيو. زميندار ۽ صنعتڪار طور به سندس سڃاڻپ رهي آهي. سندس شادي فهميده مرزا سان ٿي، جيڪا سنڌ جي سياحت ۽ صحافت جي ميدان ۾ مشهور قاضي خاندان سان تعلق رکي ٿي ۽ قاضي عبدالمجيد عابد جي نياڻي آهي ۽ هن وقت پاڪستان جي وفاقي پارليامينٽ جي ٿهرين خاتون اسپيڪر آهي. مسلم ملڪن ۾ به اهو اعزاز ڪيس ئي حاصل آهي.



ڊاڪٽر ذوالفقار مرزا هن وقت بدين ضلعي ۾ مستقل طور رهائش پذير آهي، جتي سندس شگر مل ۽ زمينون آهن. 2008ع وارين عام چونڊن ۾ بدين جي تڪ تان سوڀارو ٿيو ۽ پوءِ ٽي سال سنڌ جو گهرو وزير رهيو. وزارت دوران هن سنڌ، خاص ڪري ڪراچي شهر جي امن جي حوالي سان عملي قدم کنيا، پر ڪن سياسي ڌرين جا ساڻس اختلاف ظاهر ٿيا. ڊاڪٽر ذوالفقار مرزا گفتگو ۾ کرو ۽ بيباڪ شخصيت جو مالڪ آهي. آگسٽ 2011ع ۾ وفاقي گهرو وزير رحمان ملڪ سان اختلاف رکندي هن صوبائي گهرو وزارت ٽوڙي صوبائي اسيمبليءَ جي سيٽ تان استعيفا ڏئي ڇڏي. پريس ڪانفرنس ۾ هن وفاقي گهرو وزير تي جانبدار هئڻ ۽ هڪ خاص تنظيم جي حمايت ڪرڻ جا الزام لڳايا. سندس موقف هو ته ڪراچيءَ جي خراب حالتن جي ذميوار لساني بنيادن تي ٿيندڙ سياست آهي. استعيفا ڏيڻ ڪانپوءِ پاڻ سياسي سرگرمين کان پاسيرو رهيو آهي. سندس خالي ٿيل سيٽ تي 2012ع ۾ ضمني چونڊ ٿي، جنهن ۾ سندس فرزند حسنين مرزا سوڀارو ٿيو. ڊاڪٽر ذوالفقار مرزا، پاڪستان جي موجوده صدر آصف علي زرداريءَ جو ويجهو دوست ليکيو ويجي ٿو.

**ذوالقعد:** ذوالقعد اسلامي هجري سال جو يارهون مهينو آهي. الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ جن مهينن جي حرمت جي واکاڻ ڪئي آهي. ذوالقعد انهن مان هڪ آهي. عرب هن مهيني ۾ جنگ کان پاسيرو رهندا هئا، ان ڪري هن مهيني جو نالو ذوالقعد (قُعود: ويهڻ) يعني ويهڻ وارو رکيو ويو. اڪثر مسلمان هن مهيني ۾ حج لاءِ حرمين شريفين ويندا آهن. حضرت موسيٰ ڪليم الله ڪوهه طُور تي الله تعاليٰ جي حڪم سان جيڪي چاليهه ڏهاڙا روزي ۽ عبادت ۾ گذاريا، تن مان 30 ڏينهن ذوالقعد ۽ ڏهه ڏينهن پهريان ذوالحج جا هئا. حضرت ابراهيم خليل الله ۽ اسماعيل ذبيح الله، ڪعبة الله جو بنياد ذوالقعد جي پنجين تاريخ تي رکيو. حضرت يونس عليہ السلام چوڏهين ذوالقعد تي مڇيءَ جي پيٽ مان نڪتو. حضور نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم هڪ عمري کان سواءِ ٻيا سڀ عمرا ذوالقعد ۾ ادا ڪيا. بيعة الرضوان 6 هجريءَ ۾ هن مهيني ۾ ٿي، ان سال مڪي جي ڪافرن عمري ڪرڻ کان ڪين روڪيو ۽ پاڻ حديبيہ جي مقام وٽ پنهنجي جان نثار صحابہ ڪرام کان وفاداريءَ جو عهد ۽ اقرار ورتائون. هن ئي مهيني جي يارهين تاريخ تي حضرت امام علي رضا عليہ السلام جي ولادت ٿي. هن ئي مهيني جي 27 تاريخ 998هه تي سنڌ جي ڪامل ولي حضرت مخدوم نوح سرور رح وفات ڪئي.

**ذوالڪفل ؑ:** 'ذوالڪفل' جو قرآن پاڪ ۾ ٻه نبين سان گڏ ذڪر آيو آهي. ڪجهه مفسرن 'ذوالڪفل' کي حضرت ذڪريا ؑ جو ٻيو نالو سڏيو آهي. ڪن ان کي حضرت الياس عليہ السلام قرار ڏنو آهي. ڪي يوشع بن نون ته ڪي اليسع جو خليفو ڄاڻائين ٿا ته ڪن اُن کي حضرت ايوب ؑ جو پٽ سڏيو آهي، جيڪو ڪانئن پوءِ نبي ٿيو ۽ جنهن جو بشير ٿيو.

سيد ابو الاعليٰ مودودي تفهيم القرآن ۾ لکي ٿو ته: "يقين ۽ اعتماد سان نه ٿو چئي سگهجي ته هيءَ ڪهڙو نبي آهي، پر هاڻوڪي دؤر جي مفسرن ان کي حزقي ايل ؑ چيو آهي، پر اسان کي اهڙو ڪو معقول دليل نه ٿو ملي، جنهن مان اها ڳالهه ثابت ٿئي. (حوالو: شاهڪار اسلامي انسائيڪلوپيڊيا).

جڏهن ته موجوده دور ۾ اهو مسئلو حل ٿي چڪو آهي ته 'ذوالڪفل'، اصل ۾ گوتم ٻڌ آهي، جيڪو حضرت عيسيٰ کان اٽڪل ڇهه سؤ سال اڳ ڄائو هو. سندس پيءُ هماليہ جي پهاڙين ۾ 'ڪپل وستوءَ' نالي هڪ رياست جو راجا هو. برصغير جي ڪيترن وڏن عالمن واضح طرح سان ڄاڻايو آهي ته، 'قرآن ڪريم' ۾ 'ذوالڪفل' جو لفظ 'گوتم ٻڌ' سان ئي منسوب آهي. علامہ عنايت الله مشرقيءَ پنهنجي 'تذڪري' ۾ گوتم ٻڌ جي نالي جي پٺيان 'عليہ السلام' جا لفظ لکيا آهن. دڪن جي ممتاز عالم دين مولانا مناظر احسن گيلانيءَ، مهاتما ٻڌ کي الله پاڪ جو هادي قرار ڏنو آهي.

مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جو چوڻ آهي ته عرب آڳاٽي زماني ۾ 'پ' جي اُچار کي 'ف' چوندا هئا... انهيءَ وضاحت بعد 'ذوالڪفل' جي معنيٰ ٿيندي 'ڪپل وستوءَ وارو' يعني گوتم ٻڌ. علامہ آءِ آءِ قاضيءَ به 'ذوالڪفل' کي 'ڪپل وستوءَ وارو' تعبير ڪيو آهي. هو گوتم ٻڌ کي هادي ۽ پيغمبر سمجهندو هو. مولانا ابوالڪلام آزاد به 'ترجمان القرآن' ۾ 'ذوالڪفل' جي مراد 'ڪپل وستوءَ وارو' يعني گوتم ٻڌ ڪندي آهي. علامہ اقبال به گوتم ٻڌ جي تعريف ۾ شعر لکيا آهن. (حوالا: ماڻهو شهر پنهور جا، ترجمان القرآن: مولانا ابوالڪلام آزاد).

**ذوالنون مصري:** صوفي عقيدي جو پهريون مؤرخ ابوالفيض ثوبان بن ابراهيم المصري، مصر جي اخيم نالي ڳوٺ ۾، 180هه مطابق 796ع ڌاري ڄائو هو. تاريخ ۾ کيس 'ذوالنون مصري' جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. هن طب، علم ڪيميا ۽ ٻين ڪيترن علمن جو اڀياس ڪيو هو. مٿس يوناني تعليمات جو به اثر هو. سندس اُستاد ۽ مرشد سعد بن مصري هو. ذوالنون مصريءَ مڪي ۽ دمشق جو سفر ڪيو ۽ انطاڪيہ جي ڏکڻ ۾ واقع لبنان جي راهبن سان به ملاقاتون ڪيون. سفر دوران هن ضبط نفس جون رياضتون ڪيون. معتزلہ فرقو هن جو دشمن هو. عبدالله بن عبدالحڪيم مصري جي حڪم تي کيس 'علم الاسرار روحانيہ' جي تعليم ڏيڻ جي ڏوهه ۾ کيس گرفتار ڪري بغداد ۾ قيد ڪيو ويو. نيٺ هڪ وڏي عرصي کان پوءِ کيس خليفي متوڪل آزاد ڪيو ۽ ذوالنون مصر موٽي آيو. ذوالنون مصريءَ کي 'رئيس الصوفيہ' به سڏيو ويندو آهي. صوفياڻن عقيدن موجب ڪيترا ماڻهو سندس عقيدتمند ٿيا. هن سان ڪجهه طب ۽ ڪيميا جا ڪتاب منسوب آهن. ذوالنون هڪ باعمل صوفي هو. هن 246هه/ 861ع ۾ وفات ڪئي.

**ذهبي:** شمس الدين ابو عبدالله محمد بن احمد بن عثمان بن قايماز بن عبدالله الترڪماني الفارقي الدمشقي الشافعي ذهبي، هڪ عرب تاريخدان ۽ ديني عالم ٿي گذريو آهي. جنهن 673 هه/ 1274ع ۾ جنم ورتو. هن فقه ۽ حديث جي تعليم حاصل ڪئي. قاهره جي مستند عالمن وٽ سڀ کان وڏيڪ عرصو تعليم حاصل ڪندي گذاريائين. هن جي استادن جو تعداد 1300 کان وڌيڪ آهي. علم جي تحصيل کان پوءِ دمشق ۾ حديث جو استاد مقرر ٿيو. کيس حديث، فقه ۽ تاريخ ۾ ممتاز حيثيت حاصل هئي. هو ڏينهن رات مطالعي ۾ مصروف رهندو هو. 471هه ۽ 743هه جي وچ ۾ سندس نظر ختم ٿي وئي. سيرت نگارن کيس محدث العصر ۽ خاتم الحفاظ جي لقبن سان ياد ڪيو آهي. هن جون تصنيفون حديث ۽ علم الرجال بابت تمام گهڻيون مشهور ٿيون. تاريخ الاسلام سندس سڀ کان وڏو ڪتاب آهي. هيءَ تاريخ رسول ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي نسب نامي سان شروع ٿي، 700هه تي ختم ٿئي ٿي. حديث جي شعبي ۾ سندس هيٺيون تصنيفون مشهور آهن: (1) تذهيب الڪمال في اسماء الرجال، (2) المشتبہ في اسماء الرجال. هن 748هه/ 1348ع ۾ وفات ڪئي.

**ذهني رانديون:** هي تعليم جو هڪ جديد طريقو آهي، جنهن موجب ٻار جي ذهني خوبين کي اڀارڻ مقصود هوندو آهي. هن قسم جي راند دوران ٻارن جي ذهني ڪمن جي نشاندهي ڪئي ويجي ٿي. ذهني راند جي قسمن کي ٻارن جي ذهني نشونما جي پهرين ٽن ڏاڪن (steps) جي مطابقت سان پيش ڪيو ويو هو. جنهن ۾ پوءِ سميرانڪسيءَ 1968ع ڌاري ترميم ڪندي ذهني راند جو چوٿون ڏاڪو به شامل ڪيو. سندس ذهني راند جي ڏاڪن کي ٻارن جي راند جي اپياس ۽ ان کي سمجهڻ لاءِ وڏي پيماني تي هڪ مؤثر طريقو مڃيو ويو. پهرئين ڏاڪي جي عملي راند هيٺ ٻارن جي پيدائش کان وٺي تقريباً ٻن سالن جي عمر تائين مشڪن جي سادي ۽ بار بار جسماني مهارتن جي نشونما ٿيندي آهي. ٻئي ڏاڪي جي راند ۾ پنڌ سڪنڊڙ ٻارن جي مشڪن جي چرپر جي مشق ۾ چڱو وقت لڳندو آهي، ڇاڪاڻ ته هن راند ذريعي ٻار جي هڪ جاءِ کان ٻي جاءِ تائين وڃڻ لاءِ مشڪن جي چرپر ضروري هوندي آهي.

سميرانسڪيءَ موجب ٻن کان ٽن سالن جي عمر جا ٻار بنيادي طور تعميراتي راند ڪندا آهن. هن راند جي خصوصيت اها آهي ته ٻار هن راند وسيلي موجود سامان مان ڪا شيءِ ٺاهڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. ننڍڙين تعميرن جي شروعات ڪندا آهن. انهن مرحلن مان گذرڻ ڪانپوءِ ٻار جڏهن ذهني نشونما جي 'پري آپريشنل دؤر' ۾ داخل ٿيندو آهي ته سندس ترجيح ڊرامائي راند هوندي آهي. هن راند لاءِ ٻارن جي عمر جي حد ٽن کان ستن سالن جي وچ ۾ ڄاڻائي وئي آهي. هن راند ۾ ٻار گهٽو ڪري وڏن جي عملن کي هوبهو نقل ڪن ٿا. پنهنجن هم عمرن سان کيڏڻ وقت راند جي تسلسل کي ذهن ۾ آڻڻ لاءِ ڪين چڱي ذهني مهارت ڪتب آڻڻي پوي ٿي. ماهرن موجب، راند جو هي قسم ٻارن جي تعليمي سکيا جي بنياد طور ڏاڍو اهم آهي. ستن سالن جي عمر ڪانپوءِ ٻار Concrete Operation واري ڏاڪي ۾ پير پائين ٿا. هن قسم جي رانڌين ۾ ٻار راند جي قاعدن تي مجموعي طور متفق ٿين ٿا ۽ قاعدن جي ڀڃڪڙيءَ ڪرڻ تي هڪٻئي تي ڏنڊ وجهن ٿا.

**ذهين شاهه تاجي:** مشهور بزرگ ۽ عالم ذهين شاهه تاجيءَ جو اصل نالو محمد طاسين فاروقي هو ۽ هن 1904ع ڌاري ضلعي توڙوائي/ جئپور ۾ جنم ورتو. ذهين شاهه تاجيءَ جي والد سندس تعليم جو سٺو بندوبست ڪيو هيءَ هڪ ئي وقت عربي، فارسي، اردو هندي سنسڪرت ۽ انگريزيءَ جو سٺو ڄاڻو هو ۽ ڪيس ٻين علمن جي ڄاڻ به هئي. ذهين شاهه تاجي، بابا تاج الدين ناگپوريؒ جي خليفي حضرت بابا يوسف شاهه تاجيءَ جي هٿ تي بيعت ڪئي ۽ انهن جو خليفو ٿي رهيو هن حضرت تاج الدين ناگپوريءَ جو تذڪرو 'تاج الاولياء' جي نالي سان مرتب ڪيو هن منصور حلاج جي ڪتاب 'الطواسين' جو ترجمو به ڪيو ۽ اسلام جي وهابي مڪتبهء فڪر سميت اسلامي احڪامن تي هڪ جامع ڪتاب به لکيو عقيدت وچان ڪيس بابا ذهين شاهه تاجي سڏين ٿا. هيءَ سٺو شاعر به هو ۽ سندس شاعريءَ جا ڪيترا مجموعا شايع ٿيل آهن. بابا ذهين شاهه تاجي 23 جولاءِ 1978ع تي ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي. سندس مزار ميوه شاهه قبرستان، 'آستانه تاجيه' ۾ آهي.

**ذيابيطس** (Diabetes Mellitus): هيءَ بيماري رت ۾ مٺاڻ جو مقدار وڌي وڃڻ (Hyperglycaemia) ڪري ٿيندي آهي. رت ۾ مٺاڻ وڌڻ جو سبب انسولين جي گهٽتائي، ناقص هجڻ يا بلڪل ختم ٿي وڃڻ آهي، جو ته جسم ۾ ڪاربوهائيڊريٽ ۽ سٽي جي گرڻ (جذب ٿيڻ) جو ڪيميائي عمل (Metabolism) نه ٿي سگهندو آهي، ان ڪري رت ۾ مٺاڻ وڌي ويندو آهي. جيتوڻيڪ انسولين پاڻ به پروٽين جو هڪ قسم آهي، پر اها اهڙي قسم جي پروٽين آهي، جيڪا ٻي پروٽين کي ڳاريندي (جذب ڪندي) آهي.

انسولين لبلبي (Pancreas) جي لينگرهانس جي ٻيٽاريءَ ۾ موجود ٻي تنت عضوي ۾ ٺهندي ۽ اُن مان خارج ٿيندي آهي.هيءَ بيماري هڪ ڏينهن ۾ نه ٿيندي آهي، نه وري هڪ ڏينهن ۾ ڇڏي ويندي آهي. هيءَ بيماري مريض سان سڄي عمر رهي ٿي ۽ گهٽي عرصي تائين رهڻ ڪري مريض لاءِ وڏي هاڃيڪار ثابت ٿيندي آهي. هيءَ بيماري مريض جي جسم جي هر هڪ تنتي ۽ مشڪي نظام کي اهڙيءَ ريت نقصان پهچائيندي آهي جيئن اڏوهي ڪاٺ کي اندران کائي ڄَٽ ڪري ڇڏيندي آهي. ذيابيطس کي پرهيز مناسب ۽ ترتيبوار خوراڪ ۽ ورزش سان ڪنٽرول ۾ رکي سگهجي ٿو.

**(الف) ذيابيطس جا قسم (Types of Diabetes)**

(1) انسولين تي دارومدار رکندڙ ذيابيطس (Insulin Dependent Diabetes Mellitus-IDDM)، (2) انسولين تي دارومدار نه رکندڙ ذيابيطس (Non-Insulin Dependent Diabetes-NIDDM)، (3) ٻئي درجي جو ذيابيطس (Secondary Diabetes)، (4) ڳورهاري عورتن جو ذيابيطس (Gestational Diabetes)، (5) لڪل (مخفي) ذيابيطس (Latent Diabetes).

**انسولين تي دارومدار رکندڙ ذيابيطس (Insulin Dependent Diabetes Mellitus):** هن قسم جي ذيابيطس کي Juvenile-onset به چيو ويندو آهي. هي ذيابيطس عمر جي پهرين چاليهن سالن اندر، ٻاروتڻ کان وٺي عمر جي هر حصي ۾ ٿي سگهي ٿو. ميڊيڪل سائنس جي جديد ڄاڻ موجب هن قسم جي ذيابيطس اوچتو ظاهر ٿيندو آهي ۽ اهو ان وقت ٿيندو آهي، جڏهن رت ۾ مٺاڻ جو مقدار وڌي ويندو آهي، ان کي Hyperglycemia چئبو آهي.

**هن ذيابيطس ٿيڻ جا سبب (Aetiology):** هن قسم جي ذيابيطس جو بنيادي ڪارڻ اهو آهي ته لَبلبي Pancreas جي لينگرهانس جي ٻيٽاريءَ (Islets of longer Hans) ۾ موجود ٻي تنت عُضوي اُينڊو ڪرائين آرگن، مان انسولين گهٽ نڪرندي آهي يا بلڪل ختم ٿي ويندي آهي. انسولين رت ۾ نه ملڻ ڪري رت ۾ مٺاڻ جو مقدار وڌي وڃڻ سان هن قسم جو ذيابيطس اوچتو ظاهر ٿي پوندو آهي. هن ذيابيطس جي اوچتي ظاهر ٿيڻ سان مريض تي ڀرپور ۽ زوردار بيماريءَ جو حملو ٿيندو آهي. ان ڪري مريض ۾ هاڃيڪار بيماريءَ جون ڪيترين علامتون ظاهر ٿي پونديون آهن، جن کي مائو ڪرڻ لاءِ رت مان مٺاڻ جي واڌ کي گهٽائي قدرتي مقرر مقدار ۾ آڻڻ لاءِ لازمي طرح مريض کي هٽرادو انسولين رت ۾ داخل ڪبي آهي. ان ڪري هن قسم جي ذيابيطس کي انسولين تي ڀاڙيندڙ ذيابيطس (IDDM) چئبو آهي ۽ اها انسولين مريض کي تيستائين جاري رکبي آهي، جيستائين وڃي مرض مائو ٿئي. واضح رهي ته انسولين رت ۾ داخل ڪرڻ سان رڳو بيماريءَ جون علامتون مائيون ٿينديون آهن ۽ بيماري جو زوردار حملو پوئتي هٽي ويندو آهي، پر بيماري پنهنجي جاءِ تي جسم ۾ قائم رهندي آهي.

(2) **انسولين تي مدار نه رکندڙ ذيابيطس (Non-Insulin Dependent Diabetes 'NIDDM'):** هن قسم جي ذيابيطس کي Primary Diabetes به چيو ويندو آهي. هيءَ عام ذيابيطس آهي ۽ 90 سيڪڙو مريض سان سڄي عمر سات نڀائيندي آهي.

**(I) عمر (Age):** هن قسم جي ذيابيطس عمر جي ڪنهن به حصي ۾ ٿي سگهي ٿي، پر 80 سيڪڙو پنجاهه سالن جي عمر کانپوءِ ٿيندي آهي. باقي 20 سيڪڙو 50 سالن جي عمر کان اڳ ۾ ٿيندي آهي.

**(II) جنس (Sex):** هن قسم جي ذيابيطس مردن کي اڌ وهيءَ دوران عورتن کان وڌيڪ ٿيندي آهي جڏهن ته عورتن کي اڌ وهيءَ کانپوءِ مردن کان وڌيڪ ٿيندي آهي، عورتن کي اڪثر حيض بند ٿيڻ (Menopause) کان پوءِ ٿيندي آهي.

**(III) موروثي (Heredity):** هيءَ ذيابيطس موروثي هوندي آهي. هن قسم جي ذيابيطس اڌ وهيءَ کان اڳ ۾ ٿيندي آهي، پر اهو به ضروري ناهي ته جن ماڻهن جي خاندان ۾ ذيابيطس آهي ته ان خاندان جي هر فرد کي ذيابيطس ٿئي. ذيابيطس ٿيڻ ماڻهوءَ جي جسماني جِيوَڪِتا (Bio-Chemistry) ۾ خلل سان واسطو رکي ٿو. جن مريضن جي خاندان ۾ ذيابيطس جي بيماري ناهي، تن کي به هيءَ بيماري ٿي پوي ٿي ۽ اهو به ڏٺو ويو آهي جن ذيابيطس جي مريض ۾ هي موروثي بيماري آهي مثال: زال مڙس کي ذيابيطس آهي ۽ جيڪڏهن انهن کي جاڙا ٻار (Twins) ڄمن ٿا ته انهن ٻارن مان ڪنهن هڪ کي ذيابيطس ٿئي ٿي ته ٻئي کي سڄي عمر ذيابيطس نٿي ٿئي.

**(IV) ٿولهه (Obesity):** ٿولهه ۽ ذيابيطس جو پاڻ ۾ ڳانڍاپو رهيو آهي. اهو ڏٺو ويو آهي ته جن ماڻهن کي اڌ وهيءَ ۾ ذيابيطس ٿيندي آهي، تن ۾ گهڻائي ٿلهن ماڻهن جي هوندي آهي. باقي ٿورائيءَ ۾ اهڙا ماڻهو آهن، جيڪي ذيابيطس کان پوءِ ٿلها ٿي ويندا آهن. ٿولهه ۽ ذيابيطس کي هڪ ٻئي کان ڌار ڪري نٿو سگهجي.

**(V) ذهني دٻاءُ (Mental Stress):** هيءَ بيماري ذهني دٻاءُ (Stress) جي ڪري به ٿئي ٿي. جيڪي ماڻهو گهڻي وقت تائين ذهني پريشانيءَ ۽ دٻاءُ ۾ رهندا آهن، تن ۾ هيءَ بيماري عام ٿي رهي آهي.

**(VI) عيش آرام جي زندگي (High Livings):** اُهي ماڻهو جيڪي عيش آرام جي زندگي گهارين ٿا ڪوڪم ڪار نٿا ڪن، هڪ هنڌ ويهي ڪن ٿا ۽ ورزش ۽ پنڌ نٿا ڪن. ضرورت کان وڌيڪ کائين ٿا، هيچ ساڻ کائين ٿا. پاچين بدران گوشت گهڻو کائين ٿا، سٺيا ۽ ڳرا کاڌا کائن ٿا، ماني کائڻ کانپوءِ، خصوصاً رات واري مانيءَ کان سمهي پون ٿا، تن کي ذيابطيس اڌ وهيءَ يا ان کان اڳي ٿي پوندو آهي.

**(VII) بيماريون (Diseases):** اهڙيون بيماريون جيڪي اسٽيفلوڪوڪس جيوڙي جي ڪري ٿينديون آهن، سي عارضي طرح ذيابطيس ڪري وجهنديون آهن. هڏي مِڪ يا هڏي جو سُور (Ostromylities) پليءَ ڳڙ (Chronic Absences)، زهريلا ڳڙ (Pyaemic Abbesses) يا نمونيا وغيره اهڙيون بيماريون آهن، جيڪي عارضي طرح ذيابيطس ڪري وجهنديون آهن ۽ بيماري ڇڏي وڃڻ تي پاڻمرادو ڇڏي ويندي آهي. هن قسم جي ذيابيطس (NIDDM) مٿين ذيابيطس کان گهڻي گهٽ هاڃيڪار آهي. هن ذيابيطس جون علامتون به اوچتو ۽ پرپور نموني ظاهر نه ٿينديون آهن، نه مريض کي نستو ۽ ڪمزور ڪنديون آهن. هن قسم جي ذيابيطس ۾ ڪڏهن بيماريءَ جون ظاهري علامتون هونديون آهن ته ڪڏهن نه هونديون آهن. بيماريءَ جي هجڻ ۽ نه هجڻ جو سلسلو گهڻي وقت تائين پيو هلندو آهي، جيستائين وڃي انسولين ڪنهن هڪ مقدار تي اچي بيهي رهي. انسولين جي هيٺ مٿي ٿيڻ جو سبب اهو ڏٺو ويو آهي ته انسولين جي رت جي سرشتي ۾ ڪٿي نه ڪٿي رنڊڪ پيدا ٿيڻ ڪري رت ۾ درست جذب ٿي نه سگهندي آهي. تنهنڪري اٽن (جيوگهرڙن) ۾ گلوڪوس جي گهٽتائي ٿي پوندي آهي.

هن قسم جي ذيابيطس ۾ علاج سان گڏ احتياط (رک) جي وڌيڪ ضرورت آهي. خوراڪ ۾ احتياط سان گڏ پنڌ جي به ضرورت آهي، پر پنڌ ايترو ڪجهه جنهن ۾ نه ٿڪ ٿئي، نه وري ساٽائي ٿئي. ائين ڪرڻ سان بيماري ڇڏي ته ڪا نه ويندي آهي، پر مريض کي لانجهو به نه ڪندي ۽ انسولين جو رت ۾ مقدار هڪ هنڌ بيهي رهندو. جنهن جو علاج ڪرڻ سولو آهي ۽ هلڪين دوائن تي بيماري ضابطي هيٺ رهندي آهي.

**(3) ٻئي درجي جي ذيابيطس (Secondary Diabetes):** هن قسم جي ذيابيطس ٿورائيءَ ۾ ڪڏهن ڪڏهن ڪن خاص حالتن ۾ ۽ ڪن خاص بيمارين جي نتيجي ۾ جسم ۾ روڳي اوسر (Pathological Process) سبب ٿيندي آهي.

**ٻئي درجي جي ذيابيطس ٿيڻ جا سبب (Aetiology):**

(I) لبلبي جو روڳ (Pathological disorder of Pancreas): لبلبي ۾ ڪنهن به روڳ پيدا ٿيڻ ڪري لبلبي مان انسولين صحيح نموني خارج ٿي نه سگهندي آهي، گهٽ نڪرندي آهي، دٻجي ويندي آهي يا وري نڪرڻ بلڪل بند ٿي ويندي آهي. لبلبي ۾ سور ۽ سڄ (Pancreatitis)، لبلبي جي ساڙي (Inflamation)، لبلبي جي پٿريءَ (Pancreatic Vulvuli)، لبلبي جي ڪينسر (Carcinoma)، لبلبي ۾ ڌڪ لڳڻ ڪري لينگر هانس جا ٻيٽارا تباهه ٿيڻ اهڙا سبب آهن، جيڪي لبلبي جي ڪم ۾ خلل وجهندا آهن. ان ڪري لبلبي ۾ انسولين ٺهڻ گهٽجي ويندي آهي، دٻجي ويندي آهي يا ٺهڻ بلڪل بند ٿي ويندي آهي، جنهنڪري هن قسم جي ذيابيطس ٿي پوندي آهي.

**(II) هارمون (Harmones):** جسم ۾ ڪجهه اهڙا هارمون آهن، جن جي وڌڻ ڪري به انسولين جي ٺهڻ ۽ نڪرڻ تي هاڃيڪار اثر پوندا آهن، تنهنڪري هن قسم جي ذيابيطس ٿي پوندو آهي، جهڙوڪ:

**(الف) جسم جي اوسر ڪرڻ وارو هارمون (Growth Harmone):** پچوئٽري غدود (Pituitary Gland) جي اڳئين حِصي مان نڪرندو آهي. ان جي گهڻي نڪرڻ ڪري جسم جي ٻين نقصانن سان گڏ لبلبي جي عمل ۾ به خلل پوي ٿو ۽ انسولين گهٽ پيدا ٿئي ٿي يا انسولين جو ٺهڻ بند ٿي وڃي ٿو. ٻنهي صورتن ۾ هيءَ ذيابيطس ٿئي ٿو.

**(ب) ايڊرينو ڪارٽيڪل هارمون (Adreno Cortical Harmone)** جي وڌي وڃڻ ڪري پروٽين (Protein) تباهه ٿي ويندي آهي، ان ڪري رت ۾ گلوڪوس جو مقدار وڌي ويندو آهي ۽ ذيابيطس ٿيندو آهي.

**(ب) ايڊرينلين هارمون (Adrenaline Harmone)** جي وڌي وڃڻ ڪري جيري ۾ گلائڪوجين (Glycogen) جي ختم ٿيڻ ڪري انسولين جو ٺهڻ بند ٿي ويندو آهي ۽ رت ۾ گلوڪوس جو مقدار وڌي ويندو آهي ۽ هي ذيابيطس ٿي پوندو آهي.

**(پ) ٿائرائيڊ هارمون (Thyroid Harmone)** جي وڌي وڃڻ ڪري هن قسم جي ذيابيطس جا ڪارڻ وڌي ويندا آهن ۽ خود گلوڪوس جي سهپ (برداشت)

جو رت ۾ عُنصر گهٽجي ويندو آهي. يعني رت گلوڪوس کي برداشت ڪري نہ سگهندو آهي. ان ڪري هيءَ ذيابيطس ٿي پوندو آهي.

**(III) دوائن جا منفي (اُبتا) اثر (Drugs side effects):** ڪجهہ اهڙيون ايلوپيٿيءَ جون دوائون آهن. جهڙوڪ: Costicosteriods گروپ جون دوائون Phenyton گروپ جون دوائون ۽ Thiagide گروپ جون پيشاب آڻيندڙ دوائون. جيڪي واپرائڻ سان هن قسم جي ذيابيطس ٿي پوندي آهي.

**(VI) حمل وارو ذيابيطس (Gastational Diabetes):** هي ذيابيطس ڳورهارين عورتن کي حمل دوران عورتاڻن هارمونن جي وڌي وڃڻ ۽ گلوڪوس جي پاڻيٺ (Glucose Plasma) وڌي وڃڻ سبب ٿيندو آهي. ٻار ڄڻڻ کان پوءِ هي ذيابيطس ڇڏي ويندو آهي. هي ذيابيطس اهڙين ڳورهارين عورتن کي ٿيندو آهي، جن گهڻا ٻار ڄڻيا هوندا آهن يا ڪين مٿينءَ يعني 30، 40 سالن جي عمر ۾ حمل ٿيندو آهي.

**(5) لڪل ذيابيطس (Latent Diabetes):** هن قسم جي ذيابيطس جو مريض جڏهن بہ گلوڪوز ٽيسٽ ڪرائيندو آهي تہ اها ٽيسٽ موافق (Normal) هوندي آهي، پر مريض ۾ ذيابيطس جون علامتون موجود هونديون آهن ۽ ايڪڙ ٻيڪڙ ذيابيطس جون ناڪاري ۽ مونجهاري واريون علامتون بہ پيون ظاهر ٿينديون آهن. هن قسم جي ذيابيطس جو مثال اڌوهيءَ وانگي آهي، هي ذيابيطس مريضن کي بيماري اندران اندران کائي هيٺوڪري ڇڏيندو آهي.

**(ب) ذيابيطس جون علامتون (Clinical Symptoms):** هن بيماريءَ جي خاص علامتن ۾ وات ۾ خشڪي، گهڻي اُڃ (Polydipsia) لڳڻ، هر هر پيشاب (Polyuria) اچڻ، خاص ڪري رات جو پيشاب (Nocturnal Urine) اچڻ، ڇتي بک لڳڻ، ٿَڪُ، ٿوري ڪم تي سُستي، پگهر گهڻو اچڻ، بدن خاص طور ٽنگن ۾ سور، وزن گهٽ ٿي وڃڻ، نامردي، عورتن جي جنسي عمل کان بيزاري، عورت ۽ مرد جي جنسي عضون تي خارش وغيره شامل آهن.

**(ٻ) ذيابيطس جون پيچيدگيون (Complications):** ذيابيطس جي بيماريءَ ۾ اُلامراض (يعني مرضن جي ماءُ) آهي. هيءَ بيماري جسم ۾ گهڻو عرصو رهي ۽ مرض کُهنو ٿي وڃي يا علاج/ رک ۾ لاپرواهي ڪئي وڃي تہ بيماري خود تہ ضابطي ۾ نہ ايندي آهي، پر جسم جي ٻين عضون ۾ بہ بگاڙ واريون حالتون پيدا ڪندي آهي. مريض ۾ طرح طرح جون پيچيدگيون منهن ڪڍنديون آهن. ڪن مريضن جا ڏند ڪمزور ٿي ڪري پوندا آهن، نظر ڪمزور ٿي (Myopia) ويندي آهي، اکين ۾ موتيو پاڻي (Catract) لهندو آهي، ڪي ماڻهو (مريض) انڌا ٿي ويندا آهن. مٿي ڪي پوانٽي (Vertigo) ايندي آهي. ڪي ماڻهو (مريض) غش ڪائي ويندا آهن. ٽنگن ۾ سور ۽ پَٽ (Diabetic Neuropathy) عام ٿيندي آهي. عضوا (خاص ڪري ٽَنگون) سُن (Numbness) رهنديون آهن. ڪمزوري ۽ نستائي گهر ڪري ويندي آهي. هٿن ۾ ڏڪٽي، ڦڦڙن جي ڪمزوري ۽ سهڪو ٿي پوندو آهي. جڏهن هيءَ بيماري رئيس (مک) عضون (Visceras) کي نشانو بڻائيندي آهي تہ خاص ڪري دل جي گهٽن عضون ۾ پيچيدگيون پيدا ڪندي آهي، دل جا ٻُنجٽا (Valves) ڪمزور ٿي ويندا آهن، دل جون شريانون سُسي وينديون آهن يا بند ٿي وينديون آهن.

دل جون تنتون پڻ صحيح ڪم نہ ڪنديون آهن. انهن ۾ فعلياتي پيچيدگيون (Cardio Vascular Syndrome) ٿينديون آهن. جسم جا ڦٽ خشڪ نہ ٿيندا آهن، ننڍا ننڍا ڦٽ بہ ناسور بڻجي ويندا آهن. سڀ کان خطرناڪ ڦٽن جي سينوارجي وڃڻ ڪري ٽنگن ۾ گوشت جي ناسور (Gas Gangrene) بڻجي وڃڻ سبب ٽنگ ڪٽرائڻي پوندي آهي. هيءَ بيماري جڏهن مريض جي بُڪين تي هاڃيڪار اثر ڪندي آهي تہ گُردن جي عمل کي ناڪام (Kidney Failure) ڪري ڇڏيندي آهي. مطلب تہ اهڙو ڪو بہ عضوو نہ هوندو آهي، جنهن تي هيءَ هاڃيڪار اثر نہ ڪندي هجي، پنهنجين انهن پيچيدگين ڪري سڀني بيمارين ۾ ٿيندڙ موذي مرض آهي.

**(پ) رت جي ٽيسٽ (Blood Bio-chemistry):**

قسم (Type) مناسب مقرر حد (Normal) طريقو (Method):

**(1) نيراني Fasting:** 65to120 mg:/dl هن طريقي ۾ ٻارهن ڪلاڪن جي بک لازمي آهي.

(2) ڪاڌي ڪائڻ کان پوءِ Random: 160to180mg:/dl ڪاڌي ڪائڻ کان پوءِ ٻ ڪلاڪ جي اندر ٽيسٽ ڪرائڻ مناسب آهي.

**(ت) پرهيز رک/ڪري (Preventive Diet):**

(1) ذيابيطس جي مريض کي (خاص ڪري ان مريض کي جيڪو انسولين تي دارومدار رکندڙ هجي). اُهي پاڄيون قطعي ڪائڻ نہ گهرجن، جيڪي زمين جي هيٺان پيدا ٿين ٿيون، چو تہ جيڪي پاڄيون زمين جي هيٺان پيدا ٿين ٿيون. انهن ۾ ڪاربو هائيڊريٽ ٿئي ٿو. جيڪو مناڻ جي عمدو قسم آهي. تنهن ڪانسواءِ ڪاربوهائيڊريٽ مريض جي رت ۾ گلوڪوس وڌائيندو آهي.

(2) چانور، منيون شيون ۽ منو فروٽ ڪائڻ نہ گهرجي.

(3) مريض کي هر حال ۾ پنهنجي ڪاڌي ڪائڻ جو وقت مقرر ڪرڻ گهرجي.

(4) مريض مقرر وقت تي ڪاڌو ڪائڻ کان پوءِ ڪجهہ دير ڪانپوءِ جيڪڏهن بک محسوس ڪري تہ ڪيس ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪائڻ گهرجي.

(5) مريضن کي پوانٽي (Vertigo) اچڻ جي صورت ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ مني شي ضرور ڪائڻ گهرجي. مريض کي پوانٽي اچڻ جو مقصد سندس رت مان مناسب مقرر حد کان مناڻ گهٽ ٿي ويو آهي جنهن کي 'هائيپوگليسيميا' (Hypoglycemia) چئبو آهي. مناڻ ڪائڻ سان في الوقت رت ۾ مناڻ جو پورائو ٿيندو آهي ۽ چڪر اچڻ بند ٿي ويندا آهن.

(6) روزانو ورزش يا صبح شام پنڌ ڪرڻ ۾ پيرن ۽ هٿن جو خيال رکڻ. ڪنهن ڏڪ لڳڻ جي صورت ۾ يڪدم ڊاڪٽر کان ٿپائڻ.

(7) باقاعدگيءَ سان شگر جو مقدار چيڪ ڪرائڻ گهرجي.



# اڳين جلدن ۾ ضروري واڌارا/ درستيون

| جلد نمبر | صفحو | ڪالم | سٽ | عنوان | داخلاجي سهوَ | درستي/ اضافي معلومات |
|---|---|---|---|---|---|---|
| پهريون | 72 | 1 | -- | آفاق صديقي | ڪا بہ نہ | وفات: 16 جون 2012ع |
| ٻيو | 396 | 2 | -- | ٿهيم، عبدالسلام | ڪا بہ نہ | وفات: 22 اپريل 2012ع |
| ٽيون | 455 | 2 | -- | جتوئي، عبدالغفار | ڪا بہ نہ | وفات: 8 مئي 2012ع |
| ٽيون | 587 | 2 | -- | آرمسٽرانگ، نيل | ڪا بہ نہ | وفات: 25 آگسٽ 2012ع |
| چوٿون | 170 | 1 | -- | ڇُلهو | هن داخلا جي تصوير، ڇَلهي ۾ لڳي وئي آهي. | ڇَلهي ۾ لڳل تصوير، ڇُلهي جي تصوير سمجهي وڃي. |
| چوٿون | 374 | 2 | -- | حفيظ ڪاردار | تصوير غلط لڳي وئي آهي. | اصل تصوير |
| چوٿون | 426 | 1 | 39 | حيدر علي لغاري | ٻوليءَ ۽ محمد نواز . . . | ٻوليءَ جي بااختيار اداري، حيدر علي لغاري ۽ محمد نواز . . . |

# الف

**آتش سنڌي**: ناليواري مزاحمتي شاعر آتش سنڌيءَ جو اصل نالو معشوق علي ولد ولي محمد شيخ آهي. سندس جنم 17 جولاءِ 1953ع تي قنبر ۾ ٿيو. غريب خاندان جو فرد هئڻ سبب پرائمري تائين تعليم حاصل ڪري سگهيو. آتش سنڌي لکڻ جي شروعات 1967ع ۾ ناليواري عوامي شاعر استاد پيرل قنبر جي رهنمائيءَ ۾ ڪئي. هن 1978ع ۾ لطيف ادبي سنگت قنبر جو بنياد رکيو ۽ ان جو پهريون سيڪريٽري بڻيو. 1978ع ۾ جيئي سنڌ تحريڪ قنبر جو آرگنائيزر مقرر ٿيو ۽ ڪافي وقت تائين ان جون ذميواريون سنڀاليندو رهيو. 2003ع کان هڪ پيرو ڀيهران تنظيم جو آرگنائيزر ٿيو.



1982ع ۾ سنڌي ادبي سنگت جو ميمبر، 1999ع ۾ سنگت شاخ قنبر جو سيڪريٽري، 2000ع ۾ ڪائونسلر ۽ 2000ع کان ڊاڪٽر محبت اڪيڊميءَ قنبر جو ميمبر رهيو آهي. سندس شاعريءَ جو وڏو حصو مزاحمتي آهي. آتش سنڌيءَ جي شاعري ناميارن فنڪارن سرمد سنڌي، سچڻ سنڌي، عاشق نظاماڻي، حنيف لاشاري، بيجل سنڌي وغيره ڳائي خوب داد حاصل ڪيو آهي. سندس ڪيترائي ڪلام ريڊيو پاڪستان تان پڻ نشر ٿيندا رهن ٿا. ڪيس ادبي مجتا طور ڪيترائي ننڍا وڏا اوارڊ، سرٽيفڪيٽ مليل چڪا آهن. آتش سنڌيءَ جو هڪ شعري مجموعو 'تتل سج جا پانڌي' ڪنول پبليڪيشن قنبر طرفان ڇپايل آهي. هيءَ هن وقت ڪراچيءَ ۾ رهائش پذير آهي ۽ اسٽيل ملز ۾ ملازمت ڪري رهيو آهي.

**آتم ڀڳت**: آتم ڀڳت ڀٽائيءَ جي راڳي موهن ڀڳت سان گڏ ڳائيندڙ ساٿي ۽ سندس ڀاءُ سروپ ڀڳت جو پاليل پٽ آهي. آتم ڀڳت 1975ع ڌاري مليءَ ۾ جنم ورتو. پرائمري پڙهيل آهي. گهرين جو ڪاريگر ۽ ٽائون ڪميٽيءَ جو ملازم آهي. آتم ڳائڻ جي شروعات ننڍپڻ کان ڪئي. پنهنجي پيءُ سروپ ڀڳت ۽ چاچي موهن ڀڳت سان گڏجي ڳائيندو هو. هن موهن ڀڳت ۽ سروپ ڀڳت سان گڏ ريڊيو ۽ ٽي. وي تي ڪيترا پروگرام ڪيا. موهن ڀڳت ۽ سروپ ڀڳت جي وفات کانپوءِ پنهنجي ڀاءُ ۽ موهن ڀڳت جي



پڳدار پٽ شنڪر ڀڳت سان گڏجي ڳائيندو آهي. سندس آواز ۾ درد ۽ سوز سمايل آهي. پنهنجي وڏن کان مليل ڀٽائي ؒ جون وايون، ڪبير، ميران ۽ تلسي داس جا ڀڄن ڳائيندو رهي ٿو ثقافت کاتي، ريڊيو ۽ ٽي. ويءَ جو رجسٽرڊ فنڪار آهي.

**آپٽان گليلا راند**: هن راند لاءِ ٻار ٻاهر ڪکل ڪکل ڪيروٽيءَ وانگر ٻڃي ايندا آهن، پوءِ هڪڙا هڪڙي پاسي ويهندا، ٻيا ٻئي پاسي، انهن جا ڏوڙي وچ ۾ ويهندا، پوءِ ڏوڙي ٻئي پاڻ ۾ گليلا ساريندا. جيڪو انگ دل ۾ رکندا ۽ واري واري هر ڪو ڏوڙي پنهنجن همراهن کان پڇندو ته "پيچي ڙي پيچي" هو چوندا ته "جي ڙي پيچي"، وري ڏوڙي چوندو ته "آپٽا گليلا گهٽا" هو جيڪي دل ۾ ايندن، اهو چوندا. جي برابر چيائون ته ڏوڙي چوندو ته "چڙهي چيلهه پڇون"، پوءِ جن انگ پورو ٻڌايو هوندو، اهي ٻيءَ ڌُر تي سرسي حاصل ڪري وٺندا.

**آچيي جي گيت جهڙي شاعري** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي ناليواري مزاحمتي شاعر عبدالحڪيم ارشد جي ڦرسي شاعريءَ جو مجموعو آهي، جنهن ۾ سندس غزل، نظم، آزاد نظم، بيت، وايون، گيت ۽ قطعا شامل آهن. هن ڪتاب ۾ وسيم سومري، انور منصور مگريي ۽ پريتم قاضيءَ جا رايا پڻ شامل آهن. ڪتاب جي بئڪ ٽائيٽل تي مشهور شاعر راشد مورائيءَ جو تاثر ڏنو ويو آهي. ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب 224 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن کي مارئي اڪيڊمي سڪرنڊ، جنوريءَ 2011ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ان جي قيمت 220 روپيا آهي.




**آجيان پبليڪيشن ڊڪڻ**: هن پبلڪيشن جو بنياد 1994ع ڌاري ٺٽين ٺهيءَ جي شاعر مشتاق بخاريءَ رکيو. هن پبليڪيشن ذريعي ماهوار 'ٺٽون چند' (ڊڪڻ) ۽ ٻارن لاءِ 'هبڪار' نالي رسالو جاري ڪيو ويو. ان سان گڏ سنڌ جي نوجوان ليکڪن جا شاعريءَ ۽ ڪهاڻين جا ڪتاب ڇپايا ويا آهن. هن پبلڪيشن ٻاران ڪوثر برڙي جي ڪتابن سان گڏ ٻين اديبن ۽ ليکڪن جا ويهارو ڪتاب ڇپرايا ويا آهن.

**آچر پاڪستاني**: سنڌ جي مشهور مسخري ۽ ملهه پهلوان آچر پاڪستانيءَ جو اصل نالو محمد آچر هو. هن قاضي احمد، تعلقي سڪرنڊ ۾ جنم ورتو. ملهه ۾ رستمِ سنڌ - شير ميربحر جو شاگرد سڏائيندو هو. ملهه راند سان تمام گهڻو عشق هئس. سڄي سنڌ جي ملاکڙن ۾ لاڳيتو سترهن سال، ٽئين ۽ ٻئي جوڙ جي جوانن سان ملهه وڙهندو رهيو. آچر پاڪستاني ڪنهن ملهه کي دسي يا پاڻ دسجي، پر انعام ڪيس ضرور ملندو هو. ڳائڻ سان به لڳاءُ هئس ۽ راڳ ۾ استاد منظور علي خان جو شاگرد هو. ڪيس ملهه ۾ جيڪو به انعام ملندو هو اهو غريبن ۾ ورهائي ڇڏيندو هو.



**آخري گهڙيون عظيم انسانن جي زندگيءَ جون (ڪتاب):** هي ڪتاب اصل ۾ برصغير جي نامور عالم مولانا ابوالڪلام آزاد جي تحرير آهي. جنهن کي سنڌي ٻوليءَ جو ويس، پروفيسر عبدالرحمان جتوئي ۽ ڊاڪٽر گلزار احمد سومري عبدويءَ ڏڪايو آهي ۽ 'موهن جو دڙو پبلشنگ ايجنسي لاڙڪاڻو' طرفان 2003ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. هن ڪتاب ۾ حضور انور صلي الله عليہ وآله وسلم جن سميت 13 خاص مقرب بندن جي زندگيءَ جي آخري گهڙين جو احوال قلمبند ڪيو ويو آهي، ان ۾ هيٺيان عنوان شامل آهن.

(1) رحلت نبويﷺ، (2) وفات حضرت ابوبڪر صديقؓ، (3) شهادت حضرت عمر فاروقؓ، (4) شهادت حضرت عثمان غنيؓ، (5) شهادت حضرت علي المرتضيٰؓ، (6) شهادت حضرت حسينؑ، (7) حضرت عمرو بن العاصؓ، (8) حجاج بن يوسف، (9) حضرت امير معاويہ بن ابوسفيانؓ، (10) حضرت حبيب بن عديؓ، (11) حضرت عبدالله ذوالبجادينؓ- (12) حضرت عبدالله بن زبيرؓ، (13) حضرت عمر بن عبدالعزيزؒ. ڪتاب جو ترجمو نهايت آسان ۽ بامحاورا آهي. 221 صفحن تي مشتمل رنگين ۽ پڪي جلد دست ڪور سان ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 100 روپيا ڄاڻايل آهي.

**آخرين سنڌي (ڪتاب):** ايڪانڪي يا ون ايڪٽ ناٽڪن جو هيءُ مجموعو هند- سنڌ جي مشهور اديب جيني لالواڻيءَ جو آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌس لکيل 9 ايڪانڪي ناٽڪ شامل آهن. جيني لالواڻي ناٽڪ ۾ بطور







ڪلاڪار، ليکڪ ۽ هدايتڪار ٿي به پاڻ ملهايو آهي ۽ ڪيس ناٽڪن تي به اوارڊ به مليا آهن. هن مجموعي ۾: "عمر مارئي، انت ويلو پاپي، اننت ياترا، آخرين سنڌي، سونا ڪنگڻ، سرءُ جو سُک، تون ڪير آهين ۽ پڇري ۾ شينهن" عنوان سان ناٽڪ شامل ڪيل آهن. رنگين سرورق سان ڇپيل، 136 صفحن تي مشتمل هيءُ ڪتاب ليکڪ 2009ع ۾ اسڪين ڪمپيوٽرز احمد آباد (انڊيا) مان ڇپائي پڌرو ڪيو جنهن جي قيمت 150 روپيا آهي.

**آخوند آگيڏنو:** هي ذات جو لهر ۽ گنبٽ جي ويجهڙن واري پاڙي جو رهواسي هو عربي ۽ فارسي تي وڏي دسترس رکندڙ هو اڳ ۾ گنبٽ جي پير شمس الدين شاهه جو درباري شاعر هو پوءِ مير علي مراد خان وٽ آيو ۽ ان جو درباري شاعر بڻيو مير علي مراد جي وفات کان پوءِ مير فيض محمد خان جو استاد بڻيو مير فيض محمد خان وٽ سندس وڏي عزت هوندي هئي. هي فارسيءَ ۾ 'عشاق' تخلص استعمال ڪندو هو سنڌي ۽ سرائيڪي شاعريءَ ۾ پنهنجو نالو استعمال ڪندو هو سندس تصنيفن ۾: 'بياض قصائي'، 'ديوان عشاق' ۽ هڪ مثنوي 'در هجو جولاهان' شامل آهن.

**آخوند، شيخ ميان فيض:** مشهور عالم ۽ شاعر آخوند فيض محمد ولد آخوند فتح محمد فيبروري 1829ع ڌاري روهڙيءَ ۾ جنم ورتو سندس والد وڏو عالم هو. آخوند فيض محمد پنهنجي ڪتاب "نالہ زار" ۾ پنهنجي خاندان متعلق لکيو آهي ته پنهنجي والدين کان ٻڌيو اٿم ته اسان جو وڏو ڏاڏو يا سڀ کان پهريون بزرگ شيخ دين محمد نالي هڪ نئون مسلمان هو. هو اصل ۾ روهڙي شهر جو هندو هو. هن بزرگ پنهنجي والده سان گڏ اسلام قبول ڪيو شيخ دين محمد جي ٻارهين پشت مان آخوند فيض محمد جو ڏاڏو شيخ محمد اڪرم وڏو عالم هو جنهن جو روهڙيءَ جي مشهور "خالدي قاضين واري مسجد" ۾ مدرسو قائم ٿيل هو آخوند ميان فيض محمد چوڏهن سالن جي عمر ۾ موچڪو ڪم سکيو جنهن جو ذڪر هن پنهنجي ڪتاب "نالہ زار" ۾ پڻ ڪيو آهي. اهو دؤر سنڌ جي ٽالپر حڪمرانن ۽ انگريزن درميان سياسي ڪشمڪش جو دؤر هو هن موچڪي ڪم سکڻ کان پوءِ روهڙيءَ جي هڪ مدرسي ۾ عربي ۽ فارسي جي تعليم حاصل ڪئي. عربي، فارسي ۽ ديني علمن سان گڏو گڏ رياضي، نجوم، ابجد، صرف و نحو تاريخ ۽ جاگرافي وغيره ۾ مهارت حاصل ڪيائين. انهن علمن سان گڏ ڪيس سنڌي ۽ فارسي، نظم خواه نثر ۾ وڏو عبور حاصل هو خوش نويسيءَ ۾ ماهر هو. خط نسخ ۽ نستعليق ۾ دسترس حاصل هئس ۽ انگريزي به چڱي ڄاڻندو هو. تعليم جي حصول کان پوءِ درس وَ تدريس ڏيڻ شروع ڪيائين.

6 جولاءِ 1851ع کان هڪ سال تائين روهڙيءَ جي پرسان زميندار جانب ڏاريجي جي پٽ، الهڏني ڏاريجي کي مروج سنڌي ۽ فارسيءَ جي تعليم ڏيڻ لاءِ وٽس ملازم ٿي رهيو. سال بعد اتان ڇڏي روهڙيءَ جي ڪوٽ مير يعقوب عليءَ ۾ استاد ٿي رهيو. ان بعد جڏهن انگريزن سنڌ ۾ ترقياتي ڪم شروع ڪرايا ۽ ٽپال کاتي جو سرشتو شروع ٿيو ته پاڻ خانگي نوڪري ڇڏي روهڙيءَ جي پوسٽ آفيس ۾ "چالان نويس" مقرر ٿيو. ڪجهه عرصي بعد اها نوڪري ڇڏي روهڙيءَ بندر تي "ناڪي منشي" مقرر ٿيو. ان دوران انگريز عملدارن سر بارٽل فريئر، ميجر گولڊ اسمٿ ۽ آر- ڪوپر وغيره سان سندس دوستاڻا تعلقات قائم ٿيا. سر بارٽل فريئر سندس علمي قابليت ڏسي 1885ع ۾ ناڪي منشي تان بدلي ڪري ڪيس روهڙي شهر جي پرائمري اسڪول ۾ هيڊ ماستر مقرر ڪرايو. جتي باقي زندگي علم ڏئي رٽائر ٿيو. رٽائر ٿيڻ کان پوءِ روهڙي شهر ۾ مڪتب کوليائين ۽ ڪجهه عرصو سول ڪورٽ جي پرسان عريضي نويسيءَ جو ڪم ڪيائين. جنهن جو مئجسٽريٽ کان سرٽيفڪيٽ مليل هئس. پاڻ نقشبندي طريقي جي سلسلي سان منسلڪ هو ۽ درگاهه شاهه لطيف ڀٽائيءَ جي سجاده نشين پير ميان مدد علي شاهه جي هٿ تي بيعت ڪري مريد ٿيو هو. ڪيس نرينو اولاد ڪونہ هو ۽ هن زال کي به طلاق ڏئي ڇڏي، ان ڪري زندگيءَ جا پويان ڏينهن اڪيلائيءَ ۾ گذاريائين. سندس تصنيفن مان نالہ زار (قلمي) جيڪو فارسيءَ ۾ آهي ۽ 'ڪريما سعدي' (قلمي) جيڪو سعديؒ جي "ڪريما" جو منظوم ترجمو آهي. ان کانسواءِ سندس قلمي صورت ۾ ڪيترائي سنڌي اردو ۽ فارسيءَ ۾ شعر ملن ٿا. هن ڪيترن عالمن جي وفات تي قطعہ تاريخون چيون. 1903ع ڌاري وفات ڪيائين.

**آخوند محمد حيات حاتم:** درازن جي فاروقي خاندان مان آخوند محمد حيات ولد آخوند محمد صالح هڪ وڏو اديب ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. سندس تخلص 'حاتم' هو مخدوم نور محمد ٻوبڪائي سندس دوست ۽ همعصر اديب هو هي ذهانت ۾ پنهنجو مثال پاڻ هو جنهن جو اندازو هن مثال مان به لڳي ٿو ته هڪ ڀيري مير ڪرم علي خان جي دربار ۾ ويٺو هو ته اتي مخدوم

نور محمد آيو، ادبي محفل گرم هئي، مخدوم صاحب فارسي شاعر ’هلالي‘ جي شهادت جو واقعو بيان ڪيو، جنهن تي مير ڪرم علي خان ڪيس لونگي ڏني. جڏهن آخوند محمد حيات حاتم جو وارو آيو ته هن مخدوم نور محمد جي بيان مان غلطيون ڪڍي، صحيح واقعو بيان ڪيو جنهن تي سڄي دربار ۾ واهه واهه ٿي وئي ۽ مير صاحب طرفان ڪيس خلعت سان گڏ ٻه لونگيون مليون. مخدوم نور محمد ٻه پنهنجي لونگي ڪيس ڏئي ڇڏي. اهو ذڪر محمد ابراهيم فاروقيءَ جي بياض ۾ موجود آهي. آخوند محمد حيات حاتم، مير سهراب خان جي فرزند مير مبارڪ خان جو استاد ۽ درباري شاعر ٿي رهيو. هو ميان عبدالحق فاروقيءَ جو مريد هو ۽ 1839ع ۾ وفات ڪيائين.

**آڏڙيءَ جو ٻيلو**: ضلعي ڄامشوري جي شهر لڪي شاهه صدر کان ڏکڻ طرف ٿيٻاٽ ڳوٺ کان سنڌو درياهه ٻه درياهي ڪري هڪ نئون وهڪرو ناهي وري وڃي اصل درياهه سان ملندو هو. اهو وهڪرو پنج ميل هوندو هو. اڳتي هلي درياهه وري نئون پيٽ ڇڏي ويو ۽ ان هنڌ آمري ڍنڍ ۽ آڏڙيءَ ٻيلي وجود ورتو. هن وقت آڏڙي ٻيلو موجود آهي، جنهن ۾ ڪجهه سال اڳ ڌاڙيلن اچي قبضو ڪيو هو. هن ٻيلي سان لاڳو آمري پٽڻ به هوندو هو. پر اهو ٻيلي جي ڪري گهٽجو ختم ٿي ويو آهي.

**آرسي (ڪتاب)**: هيءَ ڪتابي سلسلو سنڌي ادب جي ناميارين اديبن ۽ عالمن پروفيسر ظفر حسن ۽ ولي رام ولڀ پاران 1983ع کان جاري ڪيو ويو هو. جنهن جو پورو نالو ’سهيوڳي ساهت ۽ ڪلا جي آرسي‘ هو. هن ڪتابي




سلسلي ۾ نون توڙي پراڻن اديبن جون ڪهاڻيون، شاعري، انٽرويو، سفرناما، ڪالم، آتم ڪهاڻيون، ليکڪن جا تعارف، انعام يافته ڪتابن جا وچور ۽ ان دور ۾ ڇپجندڙ ادب جي اپياس تي مشتمل مواد شايع ڪيو ويندو هو. هن ڪتابي سلسلي جا چار ڪان وڌيڪ شمارا نڪتا، جن ۾ اعليٰ درجي جو ادبي علمي مواد ڇاپيو ويو. هن ڪتابي سلسلي سنڌ اندرشعوري ترقيءَ ڪي هٿي ونرائڻ سميت نون لکندڙن لاءِ نوان موضوع نمايان ڪيا. رسالي ۾ شايع ٿيندڙ مواد معيار جي لحاظ کان پنهنجو مٽ پاڻ هو هن ڪتابي سلسلي جي پهرين ڪڙيءَ ۾ ’شروعات‘ جي سري سان ظفر حسن ۽ ولي رام ولڀ لکن ٿا ته: اسان اظهار جي محدود دائرن کي ڪشادو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. جيئن ’آرسي‘ جي هن فورم تي سجاڳ ذهنن جي تخليقن کي سگهه سان پيش ڪري سگهجي . اسان انهن تخليقي صلاحيتن جا ڳولهائو آهيون. جيڪي لاڙن، سوچن، جديد فارمن ۽ ٽيڪنيڪن جا ڏس ڏين ٿيون. هن ڪتابي سلسلي جي پهرين ڪڙي 1983ع ۾ ڇپي جنهن ۾ 300 صفحا هئا، ٻي ڪڙي 300 صفحا ۽ ٽين ۽ چوٿين ڪڙي 303 صفحن تي 1985ع ڌاري آرسي پبليڪيشن حيدرآباد پاران ڇپجي پڌريون ٿيون. هر ڪڙيءَ جي قيمت 25 روپيا هئي.

**آرون**: هڪ ننڍي ٽڏ يا مڪڙ جيڏو جيت، جنهن جو واسو جهنگلي ٻوٽن ۾ هوندو آهي. هي جيت جيتوڻيڪ ٽڏين ۽ مڪڙين جي ڪٽنب جو ئي آهي، پر ڪڏهن به فصل کي نقصان نه پهچائيندو آهي. هيءُ جيت سدائين جهنگ ۾ ٻوڙن ۽ وڻن ۾ رهندو آهي پر ڪڏهن ڪڏهن ڳهرن ۾ پوکيل وڻن، لوڙهن ۽ ڪن ننڍن گاهن جهڙوڪ ڏڀن وغيره ۾ به هن جو آواز ٻڌبو آهي. هي جيت ڏينهن جو بلڪل خاموش رهندو آهي، پر رات جو شور ڪندو رهندو آهي. شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي سر سارنگ جي هڪ بيت ۾ ڪم آندل فقرو ”آڙيون ابر آسري“ اصل ۾ ”آرون ابر آسري“ آهي، جو ته ”آڙي“ ڍنڍ جو پکي آهي، اُن جو برسات سان ڪو لاڳاپو نه آهي. هن بيت جي درست پڙهڻي هن ريت آهي:

”آرون“ ابر آسري، تاڙا تنوارين (شاهه)

**آزاديءَ جا اسير (ڪتاب)**: هيءُ ڪتاب حر تحريڪ جي قيدين جي فهرست تي مشتمل آهي. جن کي انگريز حڪومت مختلف سزائون ڏئي ”لوڙهن“ ۾ قيد ڪيو هو. هن ڪتاب ۾ انگريز سرڪار سان مهاڏو




اٽڪائيندڙ ”حر تحريڪ“ جي اٽڪل ڇهن هزارن فقيرن، مردن ۽ عورتن جا نالا شامل آهن. جن پير سيد صبغت الله شاهه ثاني سورهيه بادشاهه جي اڳواڻيءَ ۾ حر تحريڪ سان پاڻ نڀايو هو. ان دوران سورهيه بادشاهه ”وطن يا ڪفن، آزادي يا موت“ جو نعرو هڻي حر تحريڪ جي اڳواڻي ڪئي هئي. ان تحريڪ ۾ ڪيترن ئي حرن کي شهيد ۽ قيد بند جون صعوبتون ڏئي جهڪائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي هئي. هن ڪتاب جو مهاڳ الهه ورايي ٻهڻ لکيو آهي هيءُ ڪتاب روضي ڌڻي چيئر جي ريسرچ آفيسر مشتاق احمد نظاماڻي مرتب ڪيو آهي. هيءُ ڪتاب چئن حصن ۾ ورهايو ويو آهي. جنهن ۾ آزاديءَ کان اڳ جي قائم چئن ضلعن حيدرآباد، نوابشاهه، سکر ۽ ٿرپارڪر ۾ قيد حرن جي فهرست ڏنل آهي. ڪتاب کي مختلف خانا ڏئي قيدين جو تفصيل ڏنو ويو آهي. انهن خانن ۾ جريان نمبر، سي. ٽي. آر نمبر، قيديءَ جو نالو ۽ عرفيت، پيءُ جو نالو، ذات، رهائش، پوليس ٿاڻو، رجسٽريشن ٽيڻ وقت قيديءَ جي عمر، رجسٽريشن ٽيڻ جو سال ۽ ريمارڪس وغيره. ڪل ڏهه خانا شامل آهن. جن ۾ قيدين جي تفصيل جي ڏيڻ ۾ ڀرپور ڪوشش ڪئي وئي آهي. 218 صفحن تي مشتمل ڊبل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 500 روپيا آهي، جنهن کي روضي ڌڻي چيئر شاهه لطيف يونيورسٽي خيرپور ۾ 2012ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هيءُ ڪتاب هڪ تاريخي دستاويز آهي.

**آسن داس**: مشهور سماجي ڪارڪن ۽ وڪيل آسن داس ولد چيٺن راءِ 1890ع ڌاري دادوءَ شهر جي ڇاٽي محلي (شاهه آباد) ۾ جنم ورتو. سندس والدين زميندار هئا. هن وڪالت جي تعليم حاصل ڪئي. غريب ماڻهن جا مفت ۾ ڪيس وڙهندو هو ۽ سندن مالي مدد به ڪندو هو. هن رضاڪارانه طور دادوءَ جي سول اسپتال، ڊي. ايس. پي آفيس، ايس. پي آفيس ۽ ڊي. سي. او

آفيس لاءِ ذاتي زمين ڏني. هن 1942ع واري ٻوڏ ۾ دادو شهر کي بچائڻ لاءِ چاڙهي محلي جي اتراولهه ۾ ذاتي خرچ تي بند ٻڌرايو جيڪواڄ بہ ”آسن بند“ جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو. ضلعي جيل جي سامهون سندس آفيس هئي. جيڪا هن پنهنجي شاگرد وڪيل امام بخش گهراڙيءَ کي رضاڪاراڻه طور ڏئي ڇڏي، کيس ڪتابن پڙهڻ جو وڏو شوق هوندو هو. وٽس چڱي لائبريري هئي، جيڪا هن پنهنجن شاگردن کي ڏئي ڇڏي. هو 1975ع ڌاري لڏي هندستان ويو، جتي ديهانت ڪيائين.

**آغا بدر الدين**: نامور اديب ۽ تعليمي ماهر آغا بدر الدين ولد محمد عالم 15 سيپٽمبر 1972ع تي جيڪب آباد ۾ ڄائو. هي 1992ع ۾ بي. اي، 1994ع ۾ ايم. اي (سنڌي ادب)، 1996ع ۾ ايم. ايس. سي ۽ 1997ع ۾ علامہ اقبال يونيورسٽيءَ مان بي. ايڊ ڪرڻ ڪانپوءِ سائنس جو استاد مقرر ٿيو. پڙهائيءَ سان گڏوگڏ علمي ادبي خدمتون بہ جاري رکيائين. 1991ع ۾ ٽئين درجي لاءِ سماجي اڀياس (نصابي ڪتاب) لکيائين ۽ 1998ع ۾ مئٽرڪ لاءِ ڪيمسٽريءَ جو درسي ڪتاب لکيائين. جيڪي هِئي ڇپجي چڪا آهن ۽ ڪلاسن ۾ ڪورس طور پڙهايا وڃن ٿا. هن 1993ع ۾ وڪٽر پبلڪ اسڪول جيڪب آباد جي گولڊن جوبلي جو سووينيئر ترتيب ڏئي ڇپرايو. بدرالدين وڪٽر پبلڪ اسڪول ۾ وائيس پرنسپال رهيو ۽ 1999ع ۾ ڪيمبرج پبلڪ اسڪول ۾ پرنسپال رهيو. پاڻ 2000ع ۾ سائنس ڪاليج جيڪب آباد ۾ پرنسپل مقرر ٿيو، جتان ڪجهہ عرصي بعد استعيفا ڏئي ڇڏيائين. بدر الدين اسڪائوٽنگ، فوٽو گرافي ۽ ڪليگرافي ۾ پڻ مهارت رکي ٿو. کيس خدمتن جي مڃتا طور ڪيترائي اوارڊ ۽ ميڊل ملي چڪا آهن. هن وقت جيڪب آباد ۾ رهائش پذير آهي.

**آڳيلي** (ٻيڙيءَ جو قسم): آڳيلي هڪ ننڍي ٻيڙيءَ جو قسم آهي جيڪا تانگهي پاڻي ۾ بہ سولائيءَ سان هلي سگهي ٿي. هن ٻيڙيءَ جي پاڇل



سوڙهي ۽ مهرو ويڪرو ٿئي ٿو ٻيڙيءَ جي ڪل ڊيگهہ 15 فوٽ مس ٿئي ٿي ۽ ويڪر 4 فوٽ ٿئي ٿي.

**آل پارٽيز حريت ڪانفرنس**: هي ڪشمير جي 26 سياسي، سماجي ۽ مذهبي تنظيمن جو هڪ گڏيل اتحاد آهي. حريت ڪانفرنس جو بنياد 10 مارچ 1993ع تي پيو جيئن تہ حريت لفظ جي معنيٰ آزادي (Liberty) آهي تنهنڪري ان اتحاد جو مقصد اقوام متحده جي سلامتي ڪائونسل جي ٺهراءَ نمبر 47 مطابق ڪشميرين لاءِ حق خود اراديت (Self determination) حاصل ڪرڻ آهي. ڪانفرنس جي قيام وقت ان جي ميمبرن ۾ ”جمون ائنڊ ڪشمير لبريشن فرنٽ“ (JKPL) جو رهنما ياسين ملڪ، جمون ائنڊ ڪشمير پيپلز ليگ (JKPL) جو رهنما شيخ يعقوب، ”پيپلز ڊيموڪريٽڪ فرنٽ“ (PDF) ”اتحاد مسلمين“ جو مولانا عباس انصاري، ”اسلامڪ اسٽوڊنٽس ليگ“ ۽ مسلم ڪانفرنس جو پهريون اڳواڻ عبدالغني ڀَٽ، مير واعظ عمر فاروق شامل آهن. مير واعظم عمر فاروق بعد ۾ جمون ائنڊ ڪشمير عوامي ائڪشن ڪميٽيءَ جو چيئرمئن پڻ ٿيو انهن سمورن آل پارٽيز حريت ڪانفرنس جي قيام ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو. 2002ع وارين عام چونڊن ڪانپوءِ آل پارٽيز حريت ڪانفرنس ٻن ڌڙن ۾ ورهائجي وئي. ان جو سبب اهو هو تہ حريت جي آئين جي ابتڙ ڪجهہ اتحادين چونڊن ۾ حصو ورتو. تنهن ڪانپوءِ هڪ ڌڙي جو اڳواڻ سيد علي شاهہ جيلاني ۽ ٻئي ڌڙي جو مير واعظ عمر فاروق ٿيو عمر فاروق جو پيءُ 90 واري ڏهاڪي ۾ هڪ سياسي سازش تحت قتل ٿيو هو. 2004ع کان وٺي مير واعظ عُمر فاروق ۽ ڀارتي حڪومت وچ ۾ ڪشمير جي مسئلي جي حوالي سان ٽي اجلاس ٿي چڪا آهن. جڏهن تہ سيد علي شاهہ جيلانيءَ واري ڌڙي جو مؤقف آهي تہ هندستان حڪومت سان ان وقت تائين ڪا بہ ڳالهہ ٻولهہ نہ ٿيندي، جيستائين اها پنهنجي فوج ڪشمير مان ٻاهر نہ ٿي ڪڍي ۽ ڪشمير کي غير تڪراري رياست (Undisputed territory) طور قبول نہ ٿي ڪري. جنوري 2010ع ۾ طبش پٽ آل پارٽيز حريت ڪانفرنس جو اڳواڻ چونڊيو ويو. موجوده آل پارٽيز حريت ڪانفرنس جي ميمبرن ۾: (1) مير واعظ عمر فاروق (عوامي ائڪشن ڪميٽي) (2) مولانا محمد عباس انصاري (تحاد مسلمين) (3) محمد عمر فاروق (انجمن اوقافِ جامع مسجد) (4) سيد قاسم شاهہ بخاري (انجمن تبليغ الا اسلام) (5) قاضي غلام محمد (امت اسلامي) (6) اشياق قادري (آل جمون ائنڊ ڪشمير اسپلائيز ڪنفيڊريشن) (7) مولانا طاهري (جماعت اَهلِ حديث) (8) عبدالغني اظهري (جماعت علماءِ اسلام) (9) مولانا ايم ياسين همداني (جماعت همدانيہ) (10) عبدالغني لون (جمون ائنڊ ڪشمير پيپلز ڪانفرنس) (11) محمد ياسين ملڪ (جمون ڪشمير لبريشن فرنٽ) (12) نور الحسن (جمون ائنڊ ڪشمير هيومن رائيٽس ڪميٽي) (13) مفتي بهاءُ الدين فاروقي (جمون ائنڊ ڪشمير پيپلز بئس رائيٽس (پروٽيڪشن ڪميٽي) (14) مولانا محمد عباس انصاري (Liberation council) (15) مولانا محمد مبارڪي (ڪشمير بَزمِ توحيد) (16) ميان عبدالقيوم (ڪشمير بار ائسوسيئيشن) (17) مس ضمروداحبيب (مسلم خواتين مرڪز) (18) پروفيسر عبدالغني بٽ (مسلم ڪانفرنس) (19) عبدالصمد (پوليٽيڪل ڪانفرنس) (20) ثاقب ڀٽ (تحريڪ حريت ڪشميري) (21) شيخ يعقوب (پيپلز ليگ) (22) شڪيل بخشي (اسلامڪ اسٽوڊنٽس ليگ) (23) رفيق احمد مير (امام احمد رضا اسلامڪ مشن) (24) مولانا عبدالرشيد دائود (25) محمد فاروق رحماني (جمون ائنڊ ڪشمير پيپلز فريم ليگ) شامل آهن.

**آلو فقير**: آلو فقير نالي بزرگ ذات جو چانڊيو هو ۽ مشهور بزرگ شاهه گودڙئي جو پوئلگ ۽ پنهنجي وقت جو سخي ۽ سپهه سالار ٿي گذريو آهي. سلطان غياث الدين بلبن جي وفات کان پوءِ جڏهن سندس پوٽو 689هه/ 1290ع ۾ تخت تي ويٺو ۽ سندس حڪومتي دور ۾ ملڪ اندر افراتفريءَ جو ماحول وڌي ويو ۽ لاقانونيت ڪي هٿي ملي، تڏهن مرزاڻي قبيلي جي ماڻهن حمل خان مرزاڻي چانڊئي جو مال اچي ڦريو. ڦريل مال واپس ڪرائڻ لاءِ ٻين چانڊين سان گڏ هي درويش به ساڻن ويو. ٻنهي قبيلن وچ ۾ جنگ لڳي، جنهن ۾ ٻين ڪيترن ماڻهن سان گڏ هيءُ به قتل ٿي ويو. آلو فقير کي 7 رجب 691هه / 1292ع تي اتي ئي جنگ جي ميدان ۾ دفن ڪيو ويو.

**آمريڪا ۾ سنڌين جون تنظيمون**: آمريڪا ۾ سنڌين جون ڪيترون ئي ننڍيون وڏيون تنظيمون آهن، جيڪي سنڌ جي مسئلن جي نشاندهي ڪري رهيون آهن. آمريڪا ۾ هيٺيون سنڌي تنظيمن ڪم ڪري رهيون آهن:

- سنڌي ائسوسيئيشن آف ڪيليفورنيا
- سنڌي ائسوسيئيشن آف لانگ آئلينڊ
- سنڌي ائسوسيئيشن آف نارٿ آمريڪا SANA
- سنڌي ائسوسيئيشن آف نارٿ ۽ سائوٿ ڪارولينا
- سنڌي ائسوسيئيشن آف نيوجرسي
- سنڌي ائسوسيئيشن آف واشنگٽن ڊي سي
- سنڌي سبا آف جارجيا
- سنڌي سرڪل آف نيويارڪ
- مشيگان ائسوسيئيشن آف سنڌي ڪميونٽي
- ورلڊ سنڌي ڪانگريس W.S.C
- ورلڊ سنڌي انسٽيٽيوٽ

اهي تنظيمون انهن سنڌين تي مشتمل آهن جيڪي سنڌ ۽ هند کان هتي نوڪرين ۽ واپار لاءِ اچي آباد ٿيا آهن. انهن تنظيمن جو ڪم سنڌ جا مسئلا ڪڍڻ، انهن جو حل ڳولڻ ۾ مدد ڪرڻ. پرديس ۾ آيل سنڌين جي رهنمائي ۽ اخلاقي مدد ڪرڻ ۽ سال ۾ ڪنوينشن ۽ ڪجهه سماجي گڏجاڻيون ڪرڻ ۽ ميلا لڳائڻ آهي.

مٿين سڀني سنڌي تنظيمن ۾ ڏنو وڃي ته سنڌي ائسوسيئيشن آف نارٿ آمريڪا (سانا) سڀني کان وڌيڪ فعال آهي جنهن جو هر سال 4 جولاءِ تي ساليانو ڪنوينشن ٿيندو آهي جنهن ۾ هو هند ۽ سنڌ مان اهم سياسي ۽ سماجي شخصيتن کي گهرائي سنڌ جي اهم معاملن بابت گڏجاڻيون ڪندا آهن. ان کان علاوه ورلڊ سنڌي انسٽيٽيوٽ WSI آهي جنهن کي ڪجهه گهٽ عرصو ٿيو آهي، جنهن جو بنياد 1997ع ڌاري پيو. اها هڪ رجسٽرڊ تنظيم آهي، جنهن جي هيڊ آفيس آمريڪا جي گاديءَ واري شهر واشنگٽن ڊي سي ۾ آهي. هن جون شاخون انگلينڊ کان سواءِ ڪئناڊا ۾ به آهن. هيءَ تنظيم Sindh Watch نالي مئگزين به ڪڍي ٿي، جنهن جا مختلف ملڪن ۾ نمائندا آهن. سنڌ واچ جو اهم ڪم سنڌين کي هڪ ٻئي جي خبر چار ڏيڻ، سنڌ سان لاڳاپيل مختلف مسئلا جيڪي ماحوليات، ميڊيڪل، تاريخ، سياست انساني حقن ثقافت، ٻولي، تعليم، معاشيات، مطلب ته زندگيءَ جي هر شعبي سان سلهاڙيل آهن، تن کي لکت ۾ آندو وڃي ٿو. سنڌ واچ مئگزين جو مکيه مقصد اهو به آهي ته مختلف سنڌي تنظيمن، گروپن ۽ ماڻهن جي وچ ۾ هڪ پائيدار ڳانڍاپو پيدا ڪجي.

**آئي مند بهار** (سنڌي فلم): دگني پروڊڪشن جي پيشڪش، هيءَ سنڌي فلم 1973ع ڌاري رليز ٿي. هن فلم جو ليکڪ اين. بخاري ۽ هدايتڪار آغا نديم ڪاوش ۽ پروڊيوسر اي. ايس مرزا هئا. هن فلم جو موسيقار غلام علي، عڪاس سعيد رضوي هو. هن فلم ۾ جن اداڪارن حصو ورتو تن ۾: عشرت وسيم، محبوب عالم، ڪرن، احمد علي، روشن، امير حسين شاهه، شڪيل لاسي، ملڪ انوڪا، اقبال قريشي، مشتاق جسڪاڻي، محمود لاسي، حسن لاسي عبيد، ممتاز، دلاور شاهه، عبيدالله ۽ بابو مصطفيٰ شامل هئا. هن فلم ۾ لاشاري صديق، نازلي ۽ گلشن آرا ۽ ٻين جا ڳايل گيت شامل هئا. هيءَ فلم ايڪشن ڊراما، رقص، نغمن ۽ با مقصد ڪهاڻي تي مبني هئي.

**آئيي سنڌي سيکين** (ڪتاب): سنڌي سکڻ جي خواهشمند، اردو ڳالهائيندڙن کي سنڌي سيکارڻ لاءِ هيءُ تربيتي ڪتاب ڊاڪٽر فهميده حسين لکيو آهي، جنهن ۾ اردوءَ ذريعي ڏاڪي به ڏاڪي سنڌي سيکارڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي.




اصل ۾ هي ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تان نشر ٿيندڙ سنڌي سکيا پروگرام جا سبق آهن، جيڪي ڊاڪٽر فهميده حسين ريڊيو تي پڙهائيندي آهي. انهن سبقن کي ڪتابي ترتيب ڏئي ڇپايو ويو آهي. هن ڪتاب پڙهڻ ۽ سمجهڻ ۾ وڌيڪ آساني پيدا ڪرڻ لاءِ سي. ڊيءَ به شامل ڪئي وئي آهي. ڪتاب 216 صفحن تي مشتمل آهي، جڏهن ته ڪتاب ۽ سي. ڊي جي قيمت 200 روپيا آهي. هيءُ ڪتاب ۽ سي. ڊي تيار ڪرائي، تاج جويو-سيڪريٽري سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ 2011ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**اباڻا** (فلم): ورهاڱي کانپوءِ هندستان ۾ ٺهندڙ پهرين سنڌي فلم 'اباڻا' 24 جنوري 1958ع تي احمد آباد ۽ الهاس نگر ۾ رليز ٿي. فلم ۾ وچولي درجي جي خاندان جي ڪهاڻي ڏيکاريل آهي جيڪو ورهاڱي کانپوءِ



فلم 'اباڻا' جا ڪجهه منظر

ڏولاون ۾ آيل آهي. فلم ۾ شيلا راماڻيءَ هڪ ريلوي ملازم عورت ۽ هڪ پريمڪا جو ڪردار ادا ڪيو جيڪا ڪنهن شڪ جو شڪار ٿئي ٿي. اها ڪهاڻي ورهاڱي کان اڳ شروع ٿئي ٿي ۽ شڪ جو نبيرو ورهاڱي کانپوءِ

ٿئي ٿو. ساڏنا جيڪا اردو/هندي فلمن جي مشهور اداڪاره هئي، ان هن فلم ۾ هيروئن جو ڪردار ادا ڪيو هو ۽ معاوضي طور صرف هڪ روپيو ورتو هو. ان ڪانسواءِ ديپڪ آشا، پڏي آڏواڻي، ماسٽر ششيل، ڪان موهن ۽ ٻين اداڪار طور ڪم ڪيو. فلم جو ڊائريڪٽر ديپڪ آشا ۽ ارجن هگوراڻي هئا. مشهور شاعرن پرسرام ضيا ۽ پريو وفا فلم لاءِ گيت لکيا، جڏهن تہ ماسٽر چندر، بلوسي راڻي، آسن ميراڻي، سرلا سامتاڻي ۽ وديا گريخشاڻي گيت ڳايا هئا. هن فلم جا گانا بہ تمام گهڻا مقبول ٿيا. هيءَ فلم تمام گهڻو ڪامياب وئي. هن فلم جي وڊيو سي ڊي نڪتل آهي.

**ابجاڻي مسجد**: هيءَ مسجد ابجاڻي، تعلقي روهڙي ضلعي سکر ۾ واقع هئي. جڏهن 1922ع ڌاري سکر بئراج جي واهن جي کوٽائي شروع ٿي، تڏهن هيءَ مسجد سکر بئراج مان نڪرندڙ نارا ڪئنال جي زد ۾ پئي آئي. انگريز سرڪار هن مسجد کي شهيد ڪرڻ جو حڪم ڏنو تہ مولانا تاج محمود امروٽي ساٿين سان گڏجي مسجد جي هنڌ پهتو ۽ انگريز سرڪار سان ٽڪر کاڌائين. مولانا جي ڪوشش جي نتيجي ۾ هيءَ مسجد شهيد ٿيڻ کان بچي وئي. هن مسجد جي حفاظت جي سلسلي ۾ مولانا تاج محمود امروٽيءَ هڪ اشتهار بہ ڇپايو هو.

**ابراهيم آڏيلو**: ميون ابراهيم آڏيلو شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رح جي ويجهن خليفن مان ٿي گذريو آهي هي ذات جو سومرو ۽ ڪاري شهر جو رهاڪو هو. روايت آهي تہ ڪيس ڀٽائي رح کان حڪم مليو تہ ڪاري شهر ۾ وڃي رهہ. هيءُ اوڏانهن وڃڻ لاءِ تيار نہ هو پر ڀٽائي جي حڪم تي ڪاري شهر ۾ رهيو. روايت آهي تہ هڪ ڀيري شاهہ ڀٽائي وٽس ڀيرو ڪرڻ ويو. ابراهيم آڏيلي، شاهہ سائينءَ کي عرض ڪيو تہ ”مون اوهان جي چوڻ تي اچي ڪارو وسايو ۽ هتي گهاريو. هاڻ مون وٽ اوهان رهو يا پاڻ سان گڏ وٺي هلو.“ جنهن تي ڪيس شاهہ سائين چيو تہ: ”تون اتي ئي رهہ، البت اسان توکي پنهنجي اڌ امانت ڏيون ٿا. تون اڄ کان ابراهيم آڏيلو آهين.“ هن درگاهہ تي پهچڻ لاءِ گهوڙا ٻاريءَ کان خانپور جي ڳوٺ پهچبو تہ سامهون ابراهيم آڏيلي جا قبا نظر ايندا.

**ابراهيم بلوچ**: ’تاريخ مظهر شاهجهاني‘ ۾ يوسف ميرڪ ڄاڻائي ٿو تہ ”جهانگير بادشاهہ جي حڪم سان جڏهن قوچ علي بکر جي پٺاڻن کي زير ڪرڻ لاءِ بکر پهتو تہ شاهي فرمان جي حڪم موجب اوٻاوڙي ۽ گنجابي جو حاڪم مير ابو البقا بہ سندس مدد لاءِ بکر پهتو. پٺاڻن کي زير ڪرڻ ڪانپوءِ هنن بکر جي بلوچن تي تشدد شروع ڪيو. بلوچن جو حاڪم ابراهيم بلوچ هو. جنگ ۾ جڏهن ڪافي بلوچ مارجي ويا، تڏهن ابراهيم بلوچ قلعي جو دروازو کولي نذرانو ڪٺي اچي قوچ عليءَ جي پيش پيو. هيءَ جنگ 1019هہ/ 1610ع ۾ لڳي. جڏهن بکر جو فوجدار ۽ جاگيردار احمد بيگ ٿيو تڏهن هن حڪومتي نظام پنهنجي پٽ مرزا يوسف جي حوالي ڪري ڇڏيو هو. جيڪو ظلم ستم ۾ حجاج جو استاد هو. هن سنڌ ۾ ظلم جي انتها ڪري ڇڏي هئي. مرزا يوسف هڪ دفعي سامتياڻين جي قاضي عبدالواحد کان زبردستيءَ سئو رپين جو دستاويز لکرائي ابراهيم بلوچ کي وڪرو ڪيو. ان ڪانپوءَ قاضيءَ ۽ بلوچ کي آمهون سامهون ٻيهاري، ڦٽڪن هڻندڙ کي حڪم ٿيو تہ تون ابراهيم بلوچ کي هڪڙو ڦٽڪو هڻي ڪانئس سئو روپئي جي گهر ڪر. هوڏانهن ابراهيم بلوچ کي زبردستي حڪم ڪيو ويو تہ تون وري قاضي عبدالواحد کي ڦٽڪو هڻي ڪانئس سئو رپئي جي گهر ڪر. مسلط ظالمن هيءَ منصوبو سَٽي محڪوم قوم جي تذليل ڪئي ۽ منصوبي تحت ڦٽڪي وارو ابراهيم بلوچ کي هڪ ڦٽڪو هڻي سئو رپيو گهرندو رهيو ۽ وري ابراهيم بلوچ قاضي عبدالواحد کي ڦٽڪو هڻي سئو رپيو گهرندو رهيو. اهو ظلم ڏسي ماڻهو آهون ڪري بدعائون ڏيڻ لڳا.

**ابراهيم شاهہ بخاريءَ جو ميلو**: ابراهيم شاهہ بخاريءَ جو ميلو هر سال 21، 22 ۽ 23 ربيع الاول مطابق 15، 16 ۽ 17 ڊسمبر تي ڳوٺ شاهہ بخاري تعلقي حيدرآباد ۾ ڏام ڏوم سان ملهايو ويندو آهي. هن ميلي ۾ مولود شريف جي محفل ٿيندي آهي. ان کان علاوه هن ميلي ۾ ابراهيم شاهہ بخاري تي گلن جي چادر چاڙهي ويندي آهي. هن ميلي ۾ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان مريد ۽ عقيدتمند اچي حاضري ڀريندا آهن.

**ابن ابي اصيبہ**: مشهور سياح، طبيب ۽ ليکڪ ابن ابي اصيبہ جو اصل نالو احمد بن قاسم السعدي الخرجي ’موقف الدين‘ هو. هيءُ پنهنجي ڏاڏي جي نالي پويان پاڻ کي ’ابن ابي اصيبہ‘ سڏائيندو هو ۽ ان ئي نالي سان مشهور ٿيو. هيءُ 1203ع ڌاري دمشق ۾ ڄائو. هن طب جي ماهر ’ابن البيطار اندلسي‘ (1248ع) وٽان طب جي تعليم ورتي ۽ ڄاڻو حڪيم ٿيو. سندس ڏاڏو سلطان صلاح الدين بہ طبيب هو. ابن ابي اصيبہ جلد ئي پهرين قاهره جي هڪ شفا خاني ۾ طبيب مقرر ٿيو. ان ڪانپوءِ امير ”صرخر“ جو خاص طبيب ٿيو. ايوبي دور ۾ بہ مختلف عهدن تي فائز رهيو. هن علم طب تي ’عيون الانباء في طبقات الاطباءِ‘ سان ڪتاب تصنيف ڪيو. جنهن ۾ ڇهہ سؤ مشهور حڪيمن جون سوانح عمريون درج ڪيائين. هن پنهنجي ڪتاب جي ٻئين جلد ۾ سنڌ ۽ هند جي طبيبن ۽ انهن جي علاج معالجي جو تذڪرو تفصيل سان آندو آهي. هن طبيب هئڻ جي ناتي ڪيترائي ملڪ گهمي ڏٺا. هن 1270ع ڌاري وفات ڪئي.

**ابن فقيهہ**: هيءُ مشهور سياح ٿي گذريو آهي. هن جو تعلق عربستان سان هو. هن جو اصل نالو ابوبڪر احمد بن محمد همداني هو. سياحت ۾ ’ابن فقيهہ‘ جي نالي سان مشهور ٿيو ۽ ڪيترائي ملڪ گهمي ڏٺائين. ڪيس ٽين صدي هجريءَ جو مشهور جاگرافيدان ۽ خط نويس بہ مڃيو وڃي ٿو. ڪيترن ملڪن جي جاگرافيءَ جي وٽس ڄاڻ هئي. هن جا لکيل بہ ڪتاب دريافت ٿيا آهن. جن ۾: ’ڪتاب البلدان‘ ۽ ’ذڪر شعراءِ المحدثين‘ شامل آهن. هنن ڪتابن ۾ سنڌ ۽ هند ملڪن جي دريائن ۽ شهرن جو ذڪر آهي. جن بابت ڪافي ڄاڻ ڏني وئي آهي.

**ابو ايوب انصاري** رضي الله عنه: حضور نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جو جان نثار اصحابي، سندس اصل نالو خالد هو. سندس نسب جو سلسلو هن ريت آهي: خالد بن زيد بن ڪليب بن ثعلبہ بن غنم بن مالڪ بن نجار. سندس والده جو نالو زهراء بنت سعد بن قيس بن عمرو بن امرؤ القيس هو. هن جو تعلق انصارن جي قبيلي خزرج جي شاخ بنو نجار سان هو. رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جي پڙ ڏاڏي هاشم بن عبد مناف بنو نجار جي هڪ نيڪ خصلت خاتون سلميٰ سان شادي ڪئي هئي. پاڻ

ڪريمن صلي الله عليه وسلم جو ڏاڏو عبدالمطلب هن جي پيٽان ڄائو هو. انهي نسلي تعلق سبب انصارن جي ٻين قبيلن کان بنو نجار کي وڌيڪ عزت ۽ احترام جي نظر سان ڏٺو ويندو هو. حضرت ابو ايوب انصاري بنو نجار جو سردار هو. ابو ايوب اُن جي ڪنيت هئي. اعلان نبوت جي ٻارهين سال حضرت مصعب بن عمير رضي الله عنه اسلام جو پهريون داعي بڻجي مديني شريف آيو ته ٻين انصارن سان گڏ 18 سالن جي نوجوان حضرت ايوب انصاري به سندس هٿ تي اسلام قبول ڪيو. نبوت جي تيرهين سال انصاري اصحابن مڪي شريف طرف منيٰ جي جبلن جي لڪ عقبه وٽ وڃي حضور نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن سان بيعت ڪئي هئي، حضرت ايوب انصاري انهن ۾ مکيه هو. هن بيعت کي "بيعت عقبه" چيو وڃي ٿو. اُن ڪري ابو ايوب انصاري کي انصاري، نجاري کان سواءِ عقبي جي لقب سان به ياد ڪيو ويندو آهي. حضور ﷺ جن جڏهن مڪي مان هجرت ڪري مديني پهتا ته سندن ڏاچي حضرت ابو ايوب انصاري جي گهر وٽ گوڏا کوڙي ويهي رهي ۽ مديني ۾ رسول پاڪ ﷺ سندن مهمان بڻيو. سيرت الحلبيه جي روايت آهي ته ڪجهه انصارن ڏاچيءَ کي اتان اٿارڻ جي ڪوشش ڪئي پر ڏاچي اتان نه اٿي ۽ اهو عظيم اعزاز حضرت ابو ايوب انصاريءَ کي حاصل ٿيو. حضرت ابو ايوب انصاريءَ جي جاءِ جا هيٺ ۽ مٿي ٻه طبقا هئا. پاڻ ڪريم ﷺ جن هيٺئين طبقي ۾ رهڻ پسند فرمايو. ڪجهه وقت کان پوءِ هن کي خيال اچي ٿيو ته محبوب هيٺ هجن ۽ مان مٿان رهان، اها بي ادبي آهي. سو ڪين راضي ڪري مٿي رهايائين ۽ پاڻ هيٺ رهڻ لڳو. مسجد نبويءَ جي جاءِ ٻن يتيمن جي هئي جيڪا هن جي گهر جي پرسان هئي پاڻ سڳورن اها خريد ڪري مسجد ٺاهڻ ٿي چاهي. انهن يتيمن اها جاءِ مفت ڏيڻ ٿي چاهي. پر پاڻ سڳورن قبول نه ڪئي، آخر ان جي ڏهه دينار رقم مقرر ٿي، جا حضرت ابو ايوب انصاريءَ ادا ڪئي ۽ مسجد نبويءَ جي تعمير ۾ ان وقت ڪليدي ڪردار ادا ڪيائين. ان کان پوءِ حرمِ نبويءَ جي حجرن جي اڏاوت جو ڪم شروع ٿيو. حضرت ايوب انصاري حرمِ نبويءَ جي زمين جي حصول ۽ انهن جي اڏاوت ۾ وڏي جوش ۽ جذبي سان ڀرپور حصو ورتو. پاڻ ڪريم جن ست مهينا حضرت ابو ايوب انصاري جي گهر ۾ مهمان طور رهيا. ان کان پوءِ مڪي مان پنهنجي گهروارن کي مديني گهرائي پنهنجي حرمن سان حجرن ۾ رهيا. حضرت ابو ايوب انصاري جي مواخات (ڀائپي) حضرت مصعب بن عمير رضه سان ٿي. حضرت ابو ايوب انصاري جنگ بدر، احد، خيبر، بيعت رضوان، حديبيه، فتح مڪ، حنين، تبوڪ ۽ هر انهيءَ مهم ۾ ڀرپور حصو ورتو جنهن ۾ رسول خدا شرڪت ڪئي. ابن حجر عسقلاني لکي ٿو ته: "رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي وصال کان پوءِ به حضرت ابو ايوب انصاري سدائين جهاد ڪندو رهيو تان جو قسطنطنيه واري مهم ۾ وفات ڪيائين." اسد الغابه جو بيان آهي ته: سواءِ هڪ سال جي ڪڏهن به جهاد کان پوئتي نه رهيو ان سال هڪ نوجوان کي لشڪر جو ڪمانڊر مقرر ڪيو ويو ان ڪري ابو ايوب انصاري ان جي ماتحتي ۾ وڙهڻ پسند نه ڪيو بعد ۾ هن ان تي پڇتايو ۽ چوندو هو ته منهنجو امير ڪير آهي، ان جو مون تي ڪو بار ڪونهي، مون کي هر حال ۾ وڙهڻو آهي. هن برن ۽ بحرن ۾ جهاد ڪيو. حضرت ابو ايوب انصاري جڏهن ساموندي جنگين ۾ شريڪ ٿيو. تڏهن سندس عمر 76 سال هئي. مسلمانن جي چئني اميرن (خلفاء الراشدين) سان هر معاملي ۾ گڏ رهيو هو علم حلم ۾، جهاد ۽ ملڪي معاملات ۾ فضيلت وارو هو. حضرت ايوب انصاري رضه 52 هه ۾ قسطنطنيه ۾ وفات ڪئي، ان وقت سندس عمر ٻياسي ورهيه هئي.

**ابو دائود، امام**: امام ابو دائود هڪ بلند پايي جو محدث ٿي گذريو آهي. هيءُ سيستان (ايران) ۾ 202هه/817ع ۾ پيدا ٿيو پاڻ امام بخاريءَ جو همر سبق هو. سندس جمع ڪيل حديثن جو تعداد ڪافي آهي. علم حديث جي تحقيق ۾ هن ڪيترائي ڪشالا ڪاٽيا ۽ وڏا سفر ڪيا. سندس گڏ ڪيل حديثن جي مجموعي ۾ تقريباً پنج هزار روايتون شامل آهن. هن عقيدن وغيره متعلق روايتون هڪ جدا مجموعي ۾ ڪٺيون ڪيون آهن، جن کي 'جامع ابو دائود' ڪوٺيو وڃي ٿو ابو دائود 73 سالن جي ڄمار ۾ 275هه/888ع ۾ وفات ڪئي.

**ابو دلف**: ابو دلف مسعر بن مهلهل ينبوعي هڪ مشهور ۽ وڏو عرب سياح ٿي گذريو آهي. هي پهريون سياح آهي، جيڪو سنڌ ۽ هند ۾ خشڪيءَ جي رستي داخل ٿيو هو بغداد کان ترڪستان آيو ۽ شاهه بخارا، نصر سامائي سان مليو اتان هڪ چيني سفير سان گڏ چين ويو اتي ڪجهه عرصو رهڻ بعد ترڪستان، ڪابل، تبت ۽ ڪشمير کان ٿيندو ملتان سنڌ آيو. سنڌ مان ٿي ڏکڻ هندستان جي ڪولم بيٽ تائين ويو. سندس سنڌ ۾ اچڻ جو زمانو 331هه/942ع کان 377هه/987ع تائين آهي. هن ان سفر دوران هڪ ڪتاب لکيو. جنهن ۾ هن سفر دوران پيش ايندڙ ڳالهين کي ڪتابي صورت ڏني، جنهن ۾ هن سنڌ جي ان وقت جي حالتن جو به عڪس ڏنو آهي. سندس ان ڪتاب جا ڪجهه حصا برلن ۾ 1845ع ڌاري لاطيني ٻوليءَ ۾ ڇپيا. ان کانسواءِ سندس هن سفرنامي جا ڪجهه خلاصا ابن ندام جي ڪتاب "الفهرست ياقوت حموي" جي ڪتاب 'موجهه البلدان' ۽ قرويني جي "آثار البلاء" ۾ ڏنل آهن. ابو دلف پنهنجي سفرنامي ۾ سنڌ جي هڪ صوبي ملتان جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته "هتان جي جامع مسجد بت خاني جي قبي سان مليل آهي. ملتان ۾ اسلامي شان و شوڪت آهي." ابو دلف ملتان کان ٿي منصوره آيو هو. منصوره ان وقت سنڌ جو دارالخلافه، مشهور تجارتي شهر ۽ علم جو مرڪز هو. هت امير خاندان طرفان ناظم مقرر ٿيل هو. ابو دلف لکي ٿو ته: "منصوره سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ آهي ۽ اموي خليفو هت رهي ٿو. هو پنهنجي نالي جو خطبو به پڙهي ٿو ۽ شرعي حدود به جاري ڪري ٿو ۽ سڄي سنڌ جي اچي ڪاري جو مالڪ آهي. سنڌ ۾ مٽيءَ جا اهڙا خوشبودار ٿانوَ ٺهن ٿا، جيڪي اسان جي ملڪ ۾ چيني جاٽائي وڪامجن ٿا 'پر اهي اصل ۾ چيني نه آهن' چو ته چين جي مٽي هتان جي مٽي کان سخت ٿئي ٿي ۽ باهه ان کي گهٽي حد تائين پچائي نه ٿي سگهي. هتان جي مٽيءَ جي ٿانوَن جو رنگ اڇو ۽ ٻين رنگن وارو هوندو آهي. ابو دلف جي سفرنامي ۾ سنڌ متعلق جيتوڻيڪ گهڻ معلومات ملي ٿي. پر اها بنيادي ۽ معياري ضرور آهي. گهڻ مواد ملڻ جو اهو به سبب آهي، جو سندس سفرنامي جو احوال ٻين سياحن جي ڪتابن ۾ گڏجي ويو آهي. سنڌ جو هي عرب سياح پنهنجي ٿوري احوال ۾ سنڌ بابت گهڻيون ڳالهيون ڪري ويو آهي، جن ۾ اسان جي تاريخ جو چڱو مواد موجود آهي.

**ابو شوڪت حمزو:** مشهور شاعر ۽ سياسي ڪارڪن ابو شوڪت حمزو ولد محمد خان مهر, ڳوٺ هنباهه (انباهه) لڳ چڪ, تعلقي لکي غلام شاهه ۾ 10 جون 1894ع تي جنم ورتو. سنڌي ست درجا پڙهيو ۽ ماستريءَ جي ٽريننگ بعد شهدادڪوٽ تعلقي جي دوداپور ڳوٺ جي اسڪول ۾ استاد مقرر ٿيو. ان سان گڏ پوسٽ ماستر جو به ڪم هلائيندو هو. انهيءَ ملازمت دوران هن به خط هٿ ڪيا, جن ۾ مولانا تاج محمود امروٽيءَ جي خليفي ۽ مولوي عبدالڪريم کهاڙي کي مارائڻ جي



سازش جو ذڪر هو. ان ڳالهه تي ڳوٺ جو زميندار مٿس ناراض ٿيو ۽ سازش هيٺ مولويءَ ڏانهن سرحدي قبيلن جي سردارن جا به هٿرادو خط تيار ڪرايا, جن ۾ مولويءَ کي دوري تي اچڻ جي دعوت ڏني وئي ۽ هٿيارن جي پيشڪش ڪئي وئي هئي ۽ ان سازش ذريعي کيس مارائڻ جو انتظام ڪيو ويو هو. خط پڪڙڻ جي خبر تي وڏيري اهي خط هٿ ڪري سرڪار کي ڏيڻ پئي چاهيا ته جيئن مولوي صاحب کي تحريڪ ۾ حصي وٺڻ تي گرفتار ڪرايو وڃي. اهي خط دوداپور پوسٽ معرفت محمد پور وڃڻا هئا, جنهنڪري وڏيري جو ماڻهو حمزي کي وٺڻ آيو. پر هن اهي خط پاڻ وڃي مولوي صاحب کي ڏنا, جنهن جي خبر مولانا امروٽيءَ کي پئي, ان ڪانپوءِ اهي خط سي. آءِ. ڊي پوليس کي پيش ڪيا ويا ۽ زميندار کي گرفتار ڪرايو ويو. ان سلسلي ۾ ابو شوڪت حمزي کي رشوت جي آڇ به ڪئي وئي, پر هن نه قبولي. ابو شوڪت حمزو هڪ بهترين سياستدان ۽ غريبن جو همدرد هو. سنڌس غريب خاندان سان تعلق هو. 1924ع ڌاري مولانا تاج محمود امروٽيءَ جي صلاح سان سياست ۾ اچڻ ڪانپوءِ خلافت تحريڪ ۾ حصو ورتائين ۽ سرڪاري نوڪري ڇڏي ڏنائين. سياست ۾ اچڻ ڪانپوءِ سنڌ جي سمورن وڏن سياستدانن سان ملاقاتون ڪيائين. ابو شوڪت جا اخبارن ۾ مضمون شايع ٿيندا رهندا هئا, جنهن ڪري کيس ڪافي شهرت ملي. هيءُ پهريون ماڻهو هو جنهن هاري جماعت جو چڪ شهر ۾ بنياد رکيو جيڪا اڳتي هلي حيدر بخش جتوئيءَ جي 'سنڌ هاري ڪميٽيءَ' ۾ شامل ٿي ابو شوڪت حمزي کي تقرير تي ملڪو حاصل هو ۽ سنڌس قلم ۾ به رواني هئي. هو سٺو شاعر به هو. هن شعر و شاعريءَ جي سکيا فيض دريا شاهه کان حاصل ڪئي. سنڌس شاعريءَ ۾ عوامي رنگ هو ۽ ان ۾ هن لفظ عام, سادا ۽ سولا استعمال ڪيا. سنڌس شاعريءَ جا ٻه مجموعا ڇپجي پڌرا ٿيا, جن ۾: 'انقلابي ڏنبو' (1931ع) ۽ 'انقلابي ڪهاڙو' شامل آهن.

ابو شوڪت 1939ع وارين عام چونڊن ۾ حصو ورتو ۽ صوبائي سيٽ لاءِ هارين جي مدد سان بيٺو. وقت جي ڪانگريسي مولوين, پيرن ۽ عالمن سنڌس نه رڳو حمايت ڪئي پر حمايت ۾ اشتهار به شايع ڪيا ويا, پر زميندار ۽ جاگيرداري راڄ سبب اليڪشن کٽي نه سگهيو. هي ڳڙهي ياسين جي شمس الدين خان بارڪزئي ۽ وڏيري امير بخش خان مهر جي مقابلي ۾ بيٺو هو. نمونيا ۾ ڪجهه وقت بيمار رهڻ ڪانپوءِ 31 ڊسمبر 1944ع تي وفات ڪيائين. سنڌس آخري آرام گاهه اباڻي قبرستان, پير يوسف شاهه مقام ۾ آهي. کيس اولاد ۾ ٽي پٽ شوڪت علي, محمد علي ۽ ظفر علي ۽ ٻن نياڻين جو اولاد ٿيو.

**اُپرندو نارو:** هي هڪ تمام پراڻو وهڪرو آهي, جنهن بابت محققن جا مختلف رايا آهن. هڪڙن جو خيال آهي ته اهو وهڪرو ستلج نديءَ جو پراڻو پيٽ آهي, جنهن کي ڪُجهه صديون اڳ ستلج ندي ڇڏي وئي هئي. ڪن



اپرندو نارو

جي خيال موجب اها هڪ پراڻي ندي هئي, جيڪا ستلج جي اپرندي طرف کان هماليه جبلن مان نڪري سنڌ مان وهندي هئي ۽ عمرڪوٽ کي لتاڙي ڪڇ جي نار ۾ وڃي پوندي هئي. ان وقت هن کي 'گهاگهڙ' ندي سڏيندا هئا, پر گهٽي وقت ڪانپوءِ گهٽجي, ناري واهه جي صورت اختيار ڪري وئي. 1834ع ۾ جيمس ميڪرڊو لکيو آهي, ته هي سنڌو نديءَ جو پراڻو پيٽ آهي, جيڪو بکر کان چاليهه ميل مٿي سيد گنج بخش جي ڳوٺ وٽ جدا ٿي, الور جي اوپر کان ڏکڻ طرف وهندو هو ۽ هن مان هڪ شاخ الهندي طرف نڪرندي هئي, جنهن کي 'لوهاڻو درياهه' سڏيندا هئا. جيمس مئڪمرڊو کان ڏهه سال پوءِ ڪئپٽن بيڪر لکي ٿو ته هي سنڌو نديءَ جو پُراڻو پيٽ آهي, پر هن کي پاڻي پنجاب جي ٻن ڍورن کان ملندو هو جن مان هڪڙو سنڌو نديءَ جي آمهون سامهون هو ۽ ٻيو ستلج نديءَ جي سامهون روپار کان بهاولپور جي ويجهو هو پويون ڍورو سبزل ڪوٽ وٽان وهي, روهڙيءَ جي اوپر ۾ يارنهن ميلن جي مفاصلي تي ناري جي مُنهن سان اچي ملندو هو ڪن محققن جي راءِ آهي ته سڪندر اعظم جي وقت سنڌ مان ٻه درياهه وهندا هئا, جن مان اوپر واري درياهه کي هاڪڙو يا وهند سڏيندا هئا ۽ اهوئي هن وهڪري جو پيٽ آهي. ايڇ. ٽي لئمبرڪ تحقيق سان ثابت ڪيو آهي ته هاڪڙو ۽ نارو انهيءَ هڪڙي ئي وهڪري جا نالا آهن, جيڪو وهڪرو ٽن حصن ۾ ورهايل آهي. ان جي پهرئين ۽

آخري حصي کي هاڪڙو ۽ وچ واري حصي کي نارو سڏيندا هئا. ڪجهہ نندڙا درياهہ، گهانگهڙ، مرڪنڊا، سرسوتي ۽ چِتانگ پاڻ ۾ ملي هڪڙو وهڪرو ناهيندا هئا. انهي وهڪري جو وجود بهاولپور ۽ بيڪانير رياست ۾ بہ ملي ٿو. جنهن کي هاڪڙو سڏيندا هئا. وچٿوٽ وٽان اهو وهڪرو ہن حصن ۾ ورهائجي ويندو هو. هڪڙو حصو اڳ ۾ ڏکڻ طرف، پوءِ اولهہ طرف ۽ آخر ۾ ڏکڻ اولهہ ۽ ڏکڻ طرف هلي روهڙيءَ جي ڏکڻ ۾ ٽڪرين ۾ پهچندو هو. جنهن کي وهندا سڏيندا هئا. ٻيو حصو ڏکڻ ۽ ڏکڻ اولهہ طرف وهي وڃي 'وهندا' سان ملندو هو. جنهن کي ريڻي سڏيندا هئا. ٻنهي حصن، وهندا ۽ ريڻيءَ جي ميلاپ کانپوءِ هيٺ گڏيل حصي کي نارو سڏيندا هئا، جيڪو ہہ ميل کن ويڪرو هوندو هو. اهو نارو واريءَ جي دڙن مان سٺ ميل سفر ڪندو ڏکڻ ۽ ڏکڻ اولهہ طرف وهندو هو. سٺ ميلن کانپوءِ ڪليل زمين ۾ ڏکڻ ۽ ڏکڻ اوڀر تي وهندو هو. آخرڪار ڏکڻ ۽ ڏکڻ اولهہ طرف تي هلي وڃي ڪڇ جي رڻ ۾ پوندو هو. هن آخري ٽڪري کي وري بہ هاڪڙو سڏيندا هئا. 1859ع ۾ ليفٽيننٽ فائيف روهڙيءَ کان ٿورو مٿي درياهہ مان وڏ ڏيئي ناري جي پيٽ ۾ پاڻي آندو هو ۽ سکر بئراج ٺهڻ وقت ناري جو نئون منهن بئراج مان ڪڍيو ويو هو.

**اچو تہ پنهنجي سنڌي لکت سنواريون (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب نامور محقق ڊاڪٽر محبت برڙي جي لکيل تحقيقي ۽ تنقيدي مقالن ۽ مضمونن تي مشتمل آهي، جيڪي سنڌي ٻوليءَ ۽ گرامر بابت آهن. ڪتاب ۾ شامل مقالن ۽ مضمونن ۾: هر هڪ لفظ هيري ڪاڻ، ضميري پڇاڙي ۽ صحيح سنڌي ٻولي ۽ استدلال جو اهو طريقو غلط آهي، وغيره شامل آهن. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو اپريل 2000ع ۾ ڊاڪٽر محبت برڙي جي ٽين ورسيءَ جي موقعي تي، "سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي" پاران ڇپرائي پڌرو ڪيو ويو. ڊيمي سائيز جي 212 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 90 روپيا آهي.




**احسان ايچ. نديم:** ناميارو آرڪيالاجسٽ احسان ايچ. نديم ولد چوڌري نعمت علي، پهرين اپريل 1940ع تي ساهيوال پنجاب ۾ ڄائو. پرائمري ۽ سيڪنڊري تعليم ساهيوال مان ورتائين. جڏهن تہ انٽر گورنمينٽ ڪاليج لاهور مان ۽ جاگرافيءَ شعبي ۾ ايم. اي 1961ع ڌاري پنجاب يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. 1962ع ۾ قديم آثارن واري کاتي ۾ آرڪيالاجسٽ طور ملازم ٿيو. کيس اسڪالر شپ ڏيئي، قديم آثارن جي علم جي سکيا ڏياري وئي. هن ميوزيالاجيءَ سان گڏ فرينچ ٻوليءَ جي ڪورس جو سرٽيفڪيٽ بہ حاصل ڪيو. جڏهن کيس فرانس طرفان فيلو شپ



ڏني وئي تہ اتي سنڌس استاد سر برنارڊ ايم فيلڊن هو. 1965ع ۾ کيس ميوزمس ڪسٽوڊين ڪيوريٽر بنايو ويو. 1973ع ۾ اسسٽنٽ سپرنٽينڊنٽ آرڪيالاجي ٿيو. 1982ع کان قديم آثارن واري کاتي جو ڊپٽي ڊائريڪٽر ٿيو. ان وقت کيس پبليڪيشن جو انچارج بہ مقرر ڪيو ويو. 1988ع کان 1991ع تائين کيس پاڪستان انسٽيٽيوٽ آف آرڪيالاجيڪل ٽريننگ اينڊ ريسرچ لاهور جو سربراهہ مقرر ڪيو ويو. مئي 1992ع کان پوءِ کيس ناردرن سرڪل آف آرڪيالاجي ۽ پوءِ سَدرن سرڪل آف آرڪيالاجيءَ جو سربراهہ مقرر ڪيو ويو. 31 مارچ 2000ع ۾ آرڪيالاجي کاتي مان رٽائر ٿيو. انهيءَ دوران هن سنڌ جي ڪيترن ماڳن جي سروي ۽ سنڀال جو ڪم ڪيو. رٽائر ٿيڻ کانپوءِ يونيورسٽيءَ آف انجنيئرنگ ۽ ٽيڪنالاجي لاهور ۾ 'اڏاوتي ورثي جي درست حالي' (Conservation of Architectural Heritage) جو مضمون پڙهائڻ لڳو. ان کانسواءِ مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ سندس ڪالم شايع ٿيندا رهيا. هن وقت (2011ع) ديال سنگهہ ريسرچ اينڊ ڪلچرل فورم جو ڊائريڪٽر آهي. جڏهن تہ هڪ تہ ماهي رسالو "پنجاب دي رنگ" بہ ڪڍندو آهي. جيڪو گرمکيءَ ۽ شاهہ مکي لپيءَ ۾ ڇپجي ٿو. قديم آثارن جي کاتي ۾ نوڪري ڪندي هن پنيور، پنر I، سيدو I ۽ II، موهن جي دڙي ۽ تلمبا جي کوٽائين ۾ حصو ورتو. ڪنزرويٽر طور هن هڙاپا، عمرڪوٽ قلعي، موهن جي دڙي، لاهور قلعي ۽ ٽيڪسلا جهڙن ماڳن جي سنڀال ڪئي ۽ انهن ماڳن جي پرندڙ پٽين کي اصلي حالت ۾ رکڻ لاءِ ڪم ڪيو.

احسان ايچ. نديم پاڪستان جي انهن آرڪيالاجي جي ماهرن مان هڪ آهي، جنهن جا 300 کن مقالا دنيا جي 25 کان مٿي ملڪي توڙي غير ملڪي رسالن ۾ ڇپيل آهن. هن جي ڪيل کوٽاين جون ڪيتريون رپورٽون ڇپيل آهن، جن ۾ Panr-I جي کوٽائيءَ جي رپورٽ اهم آهي، جيڪا روم مان ٻن جلدن ۾ شايع ٿي آهي. هن سنڌ جي ٽر بابت پڻ هڪ اهم ۽ باتصوير ڪتاب لکيو آهي. ان کانسواءِ ثقافت ۽ تاريخ تي انگريزيءَ ۾ سندس هيٺيان ڪتاب بہ ڇپيا آهن: (1) موهن جو دڙو (1994ع)، (2) روهتاس (1995ع)، لاهور (1996ع)، (4) هسٽارڪ ماسڪ آف لاهور (1998ع)، (5) مڪلي (2000ع)، (6) ٿر، دي گريٽ پاڪستاني ڊيزرٽ (2001ع)، (7) پورٽريٽ آف سنڌ (2002ع)، بلٽ هيريٽيج آف پاڪستان (2002ع)، (9) ٻڌسٽ گنڌارا (2003ع)، (10) گارڊنس آف مغل لاهور (2004ع)، (11) فورٽس آف پاڪستان (2004ع)، (12) پنجاب (2005ع)، (13) پنجاب اينڊ دي انڊين روولٽ 1857ع (2006ع) (14) هسٽارڪ لينڊ مارڪ آف لاهور (2006ع)، (15) اسلام آباد، پوٺوهار، ٽيڪسلا ويلي اينڊ بيئانڊ (2006ع)، (16) بلوچستان (2007ع)، (17) پشاور (2007ع)، (18) ٻڌسٽ گنڌارا ٽريزرس: ٽيڪسلا ميوزيم (2008ع)، (19) ٽيڪسلا ان ٻڌسٽ گنڌارا (2008ع)، (20)، پورٽيٽ آف پنجاب (2009ع)، (21) چولستان ٿو بهاولپور (2009ع) ۽ (22) گولڊن ريز (شاعري).

سندس ہہ ڪتاب سردار پڳت سنگهہ ۽ بيبي نانڪي انٽرنيٽ تي، اليڪٽرانڪ ٻُڪ طور رکيل آهن.

**احسان دانش پتو:** پروفيسر احسان الله عرف احسان دانش ولد حبيب الله مولا بخش پتو 29 آگسٽ 1942ع تي شڪارپور ۾ ڄائو. هن جي تعليم ايم. اي. ايل. ايل. بي هئي. پيشي جي لحاظ کان اسلاميات جو پروفيسر هو. جتان آگسٽ 2002ع ۾ رٽائر ٿيو. احسان دانش جو تعلق علمي ادبي گهراڻي سان هو. سندس ڏاڏو مولا بخش 'مسڪين' پتو بيت جو وڏو شاعر هو سندس والد حبيب الله مولا بخش پتو به هڪ سٺو شاعر ۽ مشهور اديب ٿي گذريو آهي، ان ڪري خانداني اثر هيٺ احسان الله دانش کي به ادب ڏانهن لاڙو ٿيو ۽ 1953ع کان لکڻ جي شروعات ڪيائين. سندس ڪيترا اهم مضمون جهڙوڪ: 'شڪارپور جو ماضي ۽ مستقبل'، 'رحمت اللعالمين ﷺ'، ' Ethic of Holy Prophet'، 'هجري سن' ۽ 'سکر دريا' وغيره مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ ڇپجي چڪا آهن. هن 'تعليم' اخبار به جاري ڪئي، جنهن جو پهريون پرچو 14 آگسٽ 1958ع تي نڪتو ۽ ان جا ڪل ٽي پرچا نڪتا. ان کانپوءِ آڪٽوبر 1986ع کان اها اخبار 'تعليم سلسلو' مئگزين جي صورت ۾ نڪرڻ لڳي، جنهن جا اٺ پرچا نڪتا. بعد ۾ جون 1989ع کان اهو سلسلو 'سرهاڻ پبليڪيشن شڪارپور' جي نالي سان شروع ڪيائين. جنهن جا چار پرچا نڪتا هئا. پروفيسر احسان الله پتي 27 جون 2010ع تي شڪارپور ۾ وفات ڪئي.

**احمد بن سنڌي:** هيءُ ٽين ۽ چوٿين صدي هجريءَ جو زاهد، صوفي ۽ محدث ٿي گذريو آهي. خطيب بغداديءَ هن درويش جو نسب هن طرح ڄاڻايو آهي : احمد بن سنڌي بن حسن بن بحر ابوبڪر حداد. علامه بغدادي هن کي ثقه (معتبر) صدوق (سچو) ۽ خير(ڀلو) جي لقبن سان نوازيو آهي، هن اهو به لکيو آهي ته احمد بن سنڌي بغداد جي محلي بني حداد ۾ رهندو هو، ان ڪري کيس حداد به سڏجي ٿو. هن بزرگ جو بيان حافظ ابو نعيم اصفهاني ڪتاب 'حلقه اولياءِ'، علامه ابن عماد حنبلي ڪتاب 'شذرات الذهب في اخبار من ذهب' ۽ علامه سمعاني ڪتاب 'الانساب' ۾ به ڪيو آهي. نسيم اصفهاني لکي ٿو ته: 'احمد بن سنڌي هڪ ثقو ۽ معتبر راوي آهي ۽ هو ابدالن مان هو ۽ هن جي دعا قبول پوندي هئي.' ابوبڪر برقاني به هن کي معتبر قرار ڏنو آهي. محمد بن ابي الفوارس هن کي شيخ ۽ ثقو سڏيو آهي ۽ سندس وفات جو سال 359هه/968ع ڄاڻايو آهي.

**احمد بن محمد المنصوري:** مشهور عالم ۽ اديب احمد بن محمد المنصوري، منصوره جو رهاڪو هو. هن ديني تعليم فارس ۽ بصري ۾ حاصل ڪئي. فارسيءَ ۾ احمد الغزالي (ابو رؤق) سندس استاد هو. ڪيس مذهب ۾ امام دائود بن علي اصفهانيءَ کان سند حاصل هئي. اڳتي هلي اراجان جو قاضي مقرر ٿيو. هن ڪيترائي ڪتاب لکيا، جن ۾: ڪتاب 'المصباح الڪبير' ڪتاب 'الهادي' ۽ ڪتاب 'النير' گهڻو مقبول ٿيا. ڪجهه عالمن پاران حديثن جي مسئلي تي هن سان اختلاف به رکيا ويا.

**احمد حسين ميمڻ:** سنڌي فلمن ۽ ڊرامن جو مشهور اداڪار احمد حسين ولد محمد پچل ميمڻ 28 آگسٽ 1965ع تي دادوءَ ۾ پيدا ٿيو. هن پرائمريءَ کان بي. اي تائين تعليم دادوءَ جي درسگاهن مان ورتي. سندس ڪيترائي سنڌي توڙي اردو ڊراما وقت بوقت مختلف چئنلن تان نشر ٿيندا رهيا آهن. هن سڀ کان پهرين مشهور ڊائريڪٽر ذوالفقار نقويءَ جي ڊرامي 'ڪيمياگر' ۾ پنهنجي اداڪاريءَ جا جوهر ڏيکاريا، جيڪو ڊرامو پي. ٽي. ويءَ تان پيش ڪيو ويو. ان کانپوءِ هن ڪيترن مشهور سنڌي، اردو ڊرامن: ۾ ڪم ڪيو ڪن



۾ 'سوال'، 'آئيندو'، 'جياپو'، 'اڄ'، 'ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهه'، 'سڄ گرهڻ' ۽ اردو ڊرامن: 'روپ هزار'، 'يه جهان'، 'نگاري'، 'الجهن'، 'سونيتي'، 'پڳت ڪنور رام' وغيره شامل آهن. سنڌي چئنلن خاص طور 'ڪي ٽي اين'، 'سنڌ ٽي وي'، 'آواز'، 'ڌرتي' ۽ 'مهراڻ' ٽي. وي تي سندس ڊراما ڪافي مقبول ٿيا آهن. هي اشتهاري ڪمپنين سان به ڪم ڪندو رهيو آهي. احمد ميمڻ جو شمار سنڌي ٽي. وي جي ڊرامن جي نامور اداڪارن ۾ ٿئي ٿو.

**احمد ميان سومرو:** سنڌ جو نامور سياستدان، اڳوڻو اسپيڪر ۽ وڪيل احمد ميان ولد حاجي مولا بخش سومرو شڪارپور ۾ ڄائو ابتدائي تعليم شڪارپور مان پاس ڪري، گريجوئيشن ڪراچيءَ مان ڪيائين. هن ايل. ايل. بي جو امتحان بمبئيءَ مان پاس ڪيو. احمد ميان سومرو شڪارپور جي سومرا خاندان جو هڪ اهم فرد هو. پاڻ بنيادي طرح هڪ زميندار هو. سياسي زندگيءَ جي شروعات ميونسپالٽي جيڪب آباد جي صدر چونڊجڻ سان ٿيس. وڪالت سندس پسنديده مشغلو هو. پاڻ بهترين وڪيل هو احمد ميان سومرو هڪ اعليٰ



انسان، غريبن جو هڏ ڏوکي ۽ همدرد هو. پاڻ مغربي پاڪستان اسيمبليءَ جو ميمبر رهيو. کيس اعليٰ قابليت ۽ سياسي پس منظر ۽ بهترين پارليامينٽرين هئڻ ڪري مغربي پاڪستان جي اسيمبلي ۾ ڊپٽي اسپيڪر ۽ پوءِ اسپيڪر چونڊيو ويو. اسپيڪر هئڻ واري زماني ۾ هن پارليامينٽ اندر اعليٰ سياسي روايتن جو بنياد رکيو. جنهن کي اڄ تائين ياد ڪيو وڃي ٿو اسپيڪر جي حيثيت ۾ ميمبرن جي لاءِ پارليامينٽ جي اصولن ۽ قاعدن جوڙڻ ۽ رُڪنن لاءِ ضابطا اخلاق ناهڻ شامل آهن. پاڪستان ۾ جيڪي نالي وارا اسپيڪر ٿي گذريا آهن، انهن ۾ احمد ميان جو نالو مٿاهون آهي. احمد ميان سومرو پاڪستان جي سينيٽ جو رُڪن پڻ رهي چڪو هو.

**اختر اديب:** اختر اديب جو اصل نالو غلام محمد شاهه (ثاني) ولد باغ علي شاهه لکوي آهي. هن 24 جولاءِ 1932ع تي لکيءَ، ضلعي شڪارپور ۾ جنم ورتو. سندس والد بزرگ هڪ سٺو حڪيم ۽ شاعر هو. اختر اديب جي تعليم اٺ درجا هئي، پر کيس ڄاڻ تمام گهڻي هئي. هو هڪ سٺو اديب هو.

سنڌي، اردو ۽ سرائڪي زبانن ۾ ڪافي لکيو آهي. شاعريءَ جي شروعات 1956ع کان ڪيائين. نثر لکڻ جي ابتدا 1947ع کان ڪيائين. هو ادبي دنيا ۾ اختر اديب جي نالي سان مشهور آهي، پر ڪيس گهر ۾ 'بابو شاهه' سڏيندا هئا. هن ڪجهه ڊراما به لکيا، جيڪي سندس ٺي قائم ڪيل 'شاهه لطيف ڊرامٽڪ سوسائٽي لکيءَ' جي تعاون سان لکيءَ شهر ۾ اسٽيج ۽ مقبول ٿيا. اختر اديب لنواري شريف وارن بزرگن جو مريد هو ۽ سٺو حڪيم هو. 1951ع ۾ پنهنجو مطب کوليائين، جيڪو آخر تائين هلائيندو رهيو. سندس لکڻيون هفتيوار 'نقيب' سکر، هفتيوار 'پنجتني' حيدرآباد ۽ 'خدام الدين' لائلپور وغيره ۾ شايع ٿينديون هيون. لکيل ڊرامن ۾: (1) زمانو ڇا چوندو (2) پارٽي (3) انسان ڪٿي آهن (4) راز (5) عمر مارئي (6) جمهوريت ۽ (7) مجرم ڪير؟ وغيره گهڻا مقبول ٿيا. ان کان علاوه اردو ۾ ٽي ناول، هڪ ناوليٽ ۽ سنڌي ۾ ٽي ناول لکيا اٿس. سندس شاعري جي مسودن ۾: ڪلام اختر (سنڌي -1956ع) ۽ ڪلام اختر ( اردو - 1957ع) شامل آهن. اختر اديب جي ڪلام ۾ رواني ملي ٿي.

**اداره آواز ادب حيدرآباد** : اداره آواز ادب حيدرآباد، آڪٽوبر 1957ع ۾ رسول بخش "خمار" قائم ڪيو. هن اداري سنڌي ادب کي سُٺا معياري ۽ سستا ڪتاب ڏنا، جن ۾: 'حسنا'، 'سورج شاخون ڪديون'، 'درياهه جي ڪپ تي'، 'اداسيءَ جون آهون'، 'نوران'، 'پريت پراڻي ريت نرالي'، 'سوري آ سينگار'، 'ڪلب ۽ گهر' جهڙا ناول ۽ هڪ ناوليٽ 'روشنيءَ جي تلاش' شامل آهن. اُن ڪانسواءِ 'عبرت ڪده' ياڳو پهريون ۽ ٻيون، 'انصاف ڪٿي آهي؟'، 'سپون'، 'تازبوءِ'، 'چنڊ جا تمنائي'، افسانن جا مجموعا به شايع ڪيا. ان ڪانسواءِ نفسيات ۽ تاريخ جي موضوع تي پڻ ڪيترائي ڪتاب شايع ڪيا. جن ۾ بابر، سلطان محمود غزنوي ۽ رابعه بصريءَ، سوانحي ڪتاب شامل آهن. ريڊيو ڊرامن تي مبني 'پاڇا ۽ پڙلاءُ' ٻاراڻي ادب تي 'چانڊوڪي'، 'ٻاڪون'، 'رات جي راڻي'، 'ڦلواڙي' جهڙا نادر ۽ ناياب ڪتاب به هن ئي اداري شايع ڪيا. اداره آواز ادب طرفان شايع ٿيل ڪتابن جي مقبوليت سبب اهي ڪتاب ٻيو ۽ ٽيون ڀيرو اشاعت هيٺ آيا. هن اداري طرفان حيدرآباد ۾ هڪڙو بُڪ اسٽال پڻ قائم ڪيو ويو هو، جنهن تي هند ۽ سنڌ جا بهترين ڪتاب رکيا ويندا هئا.

**اداره ادب نو_ حيدرآباد**: هي اشاعتي ادارو، نالي واري ڪهاڻيڪارن طارق اشرف ۽ غلام نبي مغل 1959ع ڌاري قائم ڪيو. هن اداري پهريون ڪتاب 'پهريون قدم' 1960ع ۾ شايع ڪيو، جنهن ۾ مختلف افسانہ نگارن جا لکيل افسانہ شايع ڪيا. 'ٻيو قدم' 1968ع ۾ شايع ڪيو، جنهن ۾ غلام نبي مغل جون ڪهاڻيون شايع ڪيون ۽ 'ٽيون قدم' ۾ شمشيرالحيدريءَ جو مجموعو 'لاٽ' شايع ڪيو. ان کان علاوه هن اداري طرفان ڪيترن ئي افسانن جا مجموعا، ناول ۽ سفرنامہ وغيره شايع ٿيا، جن ۾: سونهن پٿر ۽ پيار، نئون شهر، عورت ۽ پيار، ڪرنڊڙ ديوارون، غدار، بندر بازاريون، وايون وڻجارن جون، ڏوري ڏوري ڏيهه وغيره شامل آهن. هن اداري تحت 1966ع کان سهڻي ڪتابي سلسلو شروع ڪيو ويو، جنهن ۾ غلام نبي مغل، نظير ٽيهو، منصور قريشي، نسيم کرل، ظفر حسن به سهڪار ڪندا رهيا. هن اداري طرفان سهڻي رسالو باقاعدگيءَ سان نڪرندو هو ۽ ان جا خاص نمبر جن ۾ شيخ اياز نمبر، امر جليل نمبر ۽ نسيم کرل نمبر خاص اهميت رکندڙ آهن. طارق اشرف هن رسالي جا بهترين ايڊيٽوريل لکيا، سهڻي رسالو طارق جي حياتيءَ تائين نڪرندو رهيو.

**اداسين جو مندر**: هيءُ مندر نوشهري فيروز شهر ۾ واقع آهي. هن مندر جا گرو يعني گادي نشين شادي ڪو نہ ڪندا هئا، تنهن ڪري هن مندر کي "اداسين" جو مندر ڪوٺيو ويو، اداسي اصل ۾ سکن جو هڪ پنٿ آهي. هيءُ 300 سال پراڻو مندر آهي. مندر جا ڪل يارنهن گادي نشين ٿي گذريا آهن.



جن مان ڪنهن به شادي ڪو نہ ڪئي ۽ سموري ڄمار ڇڙو گذاريائون. اهي سڀ صوفياڻي مڪتبہ فڪر جا پوئلڳ هئا. مندر جي شروع کان هلندڙ روايت جي ابتڙ هاڻوڪي گادي نشين بابا رامداس شادي ڪئي آهي. ان ڪري هاڻي هن مندر کي "گروشتي گادي" وارو مندر به چيو وڃي ٿو. يعني اهو مندر جنهن جو گدي نشين شادي شده آهي. هاڻوڪي گدي نشين بابا رامداس جو والد عيدن داس هندو پنچائت جو مکي آهي، جنهن مطابق صديون پراڻي روايت کي بابا تليداس جي مشوري سان تبديل ڪيو ويو آهي. هن مندر تي ٻارنهن مهينن ۾ 2 ميلا (1) گرو نانڪ جي جنم ڏينهن تي (2) شِو جي جنم ڏينهن تي لڳن ٿا، جنهن ۾ ڏورانهن هنڌن جا ياتري زيارت ڪرڻ لاءِ اچن ٿا. مندر جي عمارت پراڻي عمارت جي مٿان، نئين طرز سان تعمير ڪئي وئي آهي، جيڪا 2005ع ۾ جڙي راس ٿي هئي. مندر ۾ زيارت لاءِ ايندڙ ياترين کي ٽيئي وقت نگر مفت ڏنو وڃي ٿو. مندر جي عمارت ٽہ ماڙ آهي. جنهن ۾ هر طبق تي شِو جي پوڄا ڪرڻ لاءِ شِو جو ترشول، لنگم ۽ شري ڪرشن جي مورتي وغيره رکيل آهي. ٻئي حصي ۾ گادي نشينن جون مورتيون وغيره رکيل آهن. جن ۾ بابا چيتنداس، بابا وِشنداس، بابا ڪنول داس، بابا مرچو داس، بابا تاملداس، بابا منگل داس، بابا ڏياںداس، بابا جهامنداس، بابا رامداس (هاڻوڪو گادي نشين). شامل آهن. مندر جي عمارت خوبصورت نموني تعمير ٿيل آهي. هيٺئين حصي ۾ ٻہ ڪمرا آهن. عمارت پڪين سرن سان سيمنٽ تي اوساريل آهي. هيٺئين حصي واري ديوار کي ڳاڙهو رنگ ڪيل آهي. هڪ چورس دروازو ۽ ٽي لوهي دريون اٿس. پاسي ۾ نلهہ تي ڇڄو اٿس. مندر جو صحن پڻ سنگ مرمر ۽ ماربل سان ڍڪيل آهي. مٿئين حصي ۾ هڪ وڏو هال ٺهيل آهي. ڇت جي ٻيڙ ٻني تي ديوار ڪنيل آهي، جنهن تي لوهي ڄاري لڳائي وئي آهي. ڇت تي هڪ ڪمرو به تعمير ڪيل آهي. هن مندر کي سنڌ اندر هندن جي عبادتگاهن ۾ وڏي اهميت حاصل آهي.

**ارباب انور:** ٿرپارڪر جي ارباب خاندان سان تعلق رکندڙ ارباب انور نهڙيو 4 اپريل 1977ع تي ڳوٺ ڪيٽلاري، تعلقي ڏيپلي ضلعي ٿرپارڪر ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم اباڻي ڳوٺ ۾ ورتي بعد سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان گريجوئيشن ڪيائين. 2000ع کان سياست جي ميدان ۾ پير رکيائين. 2003ع ۾ ضلعي ٿرپارڪر ۾ پبلڪ سيفٽي ڪميشن جو چيئرمئن ٿيو ۽ 2005ع تائين انهيءَ عهدي تي رهيو. ان کانپوءِ مڪاني چونڊن دوران 2005ع ۾ ٿرپارڪر جو ضلعي ناظم چونڊيو ويو ۽ 2008ع تائين ٿرپارڪر جو ضلعي ناظم رهيو.



**ارباب تاج محمد:** ارباب تاج محمد، سنڌ جي اڳوڻي وڏي وزير ڊاڪٽر ارباب غلام رحيم جو والد هو. سياست جي شروعات 1936ع ۾ بي. ڊي جي اليڪشن سان ڪيائين. ڪجھ عرصو ضلعي ٿرپارڪر جو وائيس چيئرمئن ٿي رهيو. هڪ سماجي تنظيم 'ٿرويلفيئر سوسائٽيءَ' جو 1937ع ۾ بنياد وڌائين ۽ ان تنظيم جو صدر ٿي رهيو. هن تنظيم جي پليٽ فارم تان ٿرجي عوامي ڀلائي ۽ ترقيءَ لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهيو. گھڻوڪري ضلعي هيڊ ڪوارٽر ميرپورخاص ۾ ٿي رهندو هو ۽ ضلعي جي آفيسرن سان ملاقاتون ڪري، ٿرجي عوام جا مسئلا حل ڪرائيندو هو. پنهنجي وڏي ڀاءُ ارباب خانصاحب توڳاچيءَ سان گڏجي محمد علي جناح سان تحريڪ آزاديءَ لاءِ ڀرپور جدوجهد ڪيائين. ڪيس صدر محمد ايوب خان 'خدمت خلق' جو تمغو ڏنو. 1976ع ۾ وفات ڪيائين. سندس آخري آرامگاهه اباڻي قبرستان ڪيٽلاري، تعلقي ڏيپلي، ضلعي ٿرپارڪر ۾ آهي.



**ارباب چڇڙو:** اداڪار ۽ ليکڪ ارباب چڇڙو موراڻي ولد محمد صديق چڇڙو، 4 جون 1954ع ڌاري ڳوٺ مورڇو تعلقي موري ضلعي نوشهري فيروز ۾ ڄائو. فارسيءَ ۽ عربيءَ جي سکيا مولوي عبدالرحيم لغاريءَ کان ورتائين. پرائمري پاس ڪري نوان جتوئي مان اديب فاضل جو امتحان پاس ڪيائين. وڌيڪ تعليم حاصل ڪري نه سگھيو. استاد محمد صديق پرهياڙ ۽ غلام نبي لاشاريءَ کان اداڪاري جي سکيا ورتائين. هن وقت تائين سوين اسٽيج ڊرامن ۾ ڪم ڪري چڪو آهي. اداڪار ڪئي اٿائين پي. ٽي. وي جي ڊرامن ۾ به ڪئي اٿس ڪيس ڪيترا اوارڊ به مليا آهن. 1984ع ۾ بي. بي. سي پاران ريڊيو ڪهاڻين جي مقابلي ۾ هن ماءُ جي محبت تي ڪهاڻي موڪلي جنهن کي ٽيون نمبر ڏنو ويو. هي لطيف آرٽ سرڪل جو چيئرمئن به رهيو آهي. ادبي رهنمائي راشد موراڻيءَ کان وٺندو رهيو آهي. سندس ڪجھ ڊراما مختلف سنڌي چينلن تان به هلي چڪا آهن.



**ارٿ شاستر (ڪتاب):** حڪمرانيءَ جي طور طريقن بابت دنيا جي قديم ڪتابن ۾ "ارٿ شاستر" به هڪ قديم ڪتاب آهي، جيڪو سنسڪرت ٻوليءَ ۾ 400 ق.م کان 150 ق.م جي وچ واري عرصي ۾ آچاريه چاڻڪيه لکيو. "ارٿ شاستر" کي اقتصادي علم جو باضابطا پهريون ڪتاب ڄاتو وڃي ٿو جنهن جو ڪيترن ئي ٻولين ۾ ترجمو ٿي چڪو آهي. ترجمو ڪندڙ هن ڪتاب کي اهڙي دستاويز جي حيثيت ۾ ڏٺو آهي جيڪو حڪمرانن کي معاشي معاملن ۽ خلق جي بهتر زندگي ۽ اقتدار جا گر سيکاري ٿو. ائين چئي سگھجي ٿو ته هي ڪتاب رياست جي مجموعي نظام هلائڻ جا طور طريقا ڏسي ٿو.




چندر گپت موريا جي بادشاهي جن شخصيتن جي ڪري قائم هئي، انهن ۾ چاڻڪيه جو مرڪزي ڪردار هو. هي ڪتاب چندر گپت موريا جي حڪمراني دوران لکيل آهي، قدرتي ۽ مالي وسيلن ۽ بنيادي معاشي سرگرمين تي ڪتاب ۾ لاڳاپيل بحث ٿيل آهي. هن ڪتاب ۾ زراعت، واپار، صنعت ۽ ٻين شعبن جو به پيرائتو ذڪر آهي. هي ڪتاب جيتوڻيڪ ان زماني ۾ لکيو ويو هو جڏهن جبري بادشاهت هئي، پوءِ به چاڻڪيه عوام جي ڀلائي واري پاسي کي نظرانداز نه ڪيو. هي ڪتاب پندرهن بابن ۾ ورهايل آهي. هن ڪتاب ۾ نظم ۽ ضبط، سرڪاري عملدارن جي ذميوارين، بهتر حڪمرانيءَ جي راهه جي رنڊڪ هٽائڻ، درٻارين جي ڪردار ۽ عملن، رياستي خودمختياري جي بڻ بنياد، سماجي برائين، هنگامي حالتن، جنگ، دشمن سان بهتر نموني هلڻ، بين الرياستي معاهدن ۽ جاسوسيءَ جي ڪردار تي بحث ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب ۾ آچاريه چاڻڪيه بادشاهه جون وصفون به بيان ڪيون آهن. جهڙوڪ: وٽس رياست جون واڳون مضبوط هجن، با اخلاق هجي، پرائي ڌن ۽ پرائي عورت تي نظر نه رکي، اهنسا جي راهه تي هلي، اجايو خرچ ۽ بد ڪردار ماڻهن کان پاسو ڪري، وڏ ۾ وڏ علم حاصل ڪري، خامين ڏسيندڙ جو فڪر ڪري ۽ صرف خامين کي ختم ڪري، يادگيريءَ جو پڪو هجي، ڪنهن جي به رهنمائيءَ وٺڻ ۾ نه هٻڪي، دفاعي مامرن ۾ پڙ هجي، طبيعت ۾ اعتدال پسند هجي، بخيل نه هجي، بحرانن ۾ وائڙو نه ٿئي، جنگ وڙهڻ ۽ جنگبنديءَ بابت نظر شناس هجي، دشمن سان وقتائتي معاهدي جي ڄاڻ رکندو هجي، دشمن جي ڪمزورين تي نظر رکڻ ڄاڻندو هجي. ڪتاب ۾ بادشاهه جي فرضن جو خاڪو چٽيو ويو آهي. چاڻڪيه مثالي بادشاهه ان کي چوي ٿو جيڪو اعليٰ خاندان سان تعلق رکندڙ هجي، هيڪاندي دولت، ذهانت ۽ مهارت وارو هجي، زماني شناس ماڻهن سان رابطو رکندڙ ۽ اعليٰ ڪردار وارو هجي، قول جو پڪو، پاڙيسري حڪمرانن کان طاقتور هجي، باصلاحيت ماڻهن کي صلاحڪار بنائي. چاڻڪيه ۽ ارٿ شاستر تي تنقيد ڪندڙ سياسي مبصر ۽ مؤرخ چون ٿا ته چاڻڪيه ارٿ شاستر ۾ رياستي يا حڪومتي معاملن ۾ عوام جي سگھاري ڪردار جو ذڪر نه ڪيو آهي. چاڻڪيه تي هيءُ اعتراض اهو ڪيو ويو آهي ته هن حڪمران طبقي کي حڪمرانيءَ جو حقدار قرار ڏيندي، شاهي طبقي جي وڪالت ڪئي آهي. ٻئي پاسي چاڻڪيه،

شاهي خاندان ۾ اقتدار لاءِ جاري رهندڙ چڪتاڻ ڪي رياست لاءِ انتهائي نقصانڪار قرار ڏنو آهي، چاڻڪيہ معيشت ۽ سياست جي بنيادي اصولن جي تعليم بابت عام ماڻهن کي ڪنهن بہ مرحلي تي لائق نہ سمجهيو آهي، چاڻڪيہ مستقبل جي بادشاهہ جي ترتيب کي بہ غير معمولي اهميت ڏني آهي. ان دور جي گهرجن مطابق بادشاهت کي ئي انسان جي سياست، معيشت ۽ معاشرت جو محور قرار ڏنو ويو آهي. چاڻڪيہ پنهنجي ڏاهپ ذريعي ماڻهن کي بادشاهہ جي ذات مان رهنمائي حاصل ڪرڻ جو تحرڪ ڏنو آهي. چاڻڪيہ چندر گپت موريہ جي ذهني تربيت ڪئي هئي، ان ڏس ۾ سندس ڪردار اهڙوئي هو جهڙو يوناني فاتح سڪندر اعظم لاءِ ارسطو ۽ مغل شهنشاهہ جلال الدين اڪبر لاءِ بيرم خان جو هو. چاڻڪيہ پارٽي معاشري کي چئن ورڻن ۾ ورهائڻ جي حمايت ڪئي هئي.

**'ارشد' عبدالحڪيم**: سنڌيءَ ٻوليءَ جو نامور شاعر عبدالحڪيم ارشد ولد حاجي يار محمد لڪمير، 13 جون 1939ع تي ڳوٺ لڪمير تعلقي ۽ ضلعي نواب شاهہ (بينظير آباد) ۾ پيدا ٿيو. مئٽرڪ اديب سنڌي ۽ اديب مولوي جا امتحان ڏنائين، 1964ع ۾ تعليم کاتي ۾ استاد مقرر ٿيو. جتان 28 ڊسمبر 1998ع تي رٽائر ٿيو.



عبدالحڪيم ارشد 1954ع کان لکڻ جي شروعات ڪئي. هن شاعريءَ جي سمورين صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي ۽ سنڌ جي ڪهنہ مشق شاعرن ۾ شمار ٿئي ٿو. سندس شاعريءَ ۾ قومي ۽ مزاحمتي عنصر وڌيڪ نمايان آهي. ان کان سواءِ سندس شعر ۾ رومانوي رنگ بہ ڪمال جو آهي. عبدالحڪيم ارشد، پنهنجي همعصر راشد مورائيءَ وانگر اسٽيج جو اهم شاعر آهي. سندس شاعري سنڌ جي مشهور فنڪارن وحيد علي، سرمد سنڌي، سجڻ سنڌي ۽ ٻين ڳائي آهي. عبدالحڪيم ارشد جي هڪ گيت 'چوري چوري ڪوئي ڪنهن سان نيڻ ملائي وينو آ' وحيد علي جي آواز ۾ ڪافي مقبوليت حاصل ڪئي. سندس شاعريءَ جو پهريون مجموعو 'ڏيئا ذات جا' 1976ع ۾ ڇپيو جنهن جو ٻيو ڇاپو مارئي اڪيڊمي نواب شاهہ 1995ع شايع ڪيو جڏهن تہ سندس قومي شاعريءَ جو ٻيو ڪتاب 'اڄپي جي گيت جهڙي شاعري' ڊسمبر 2010ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو سندس شاعريءَ تي محمد ابراهيم جويي، مير محمد پيرزادي، پروفيسر عبدالله مگسي، تاج جويي، عبدالرحمان منگي، راشد مورائيءَ تفصيلي طرح لکيو آهي ڪيس جديد دؤر جي اهم شاعرن ۾ شمار ڪيو آهي.

**ارل اسٽين** Aurel Stein: آثار قديمہ جي هن مشهور ماهر جو پورو نالو سَر مارڪ ارل اسٽين هو سندس جنم 26 نومبر 1862ع تي برطانيا جي شهر بداپسٽ (Budapest) ۾ ٿيو هي برطانيا جي هنگري نسل مان هو. مذهبي حوالي سان تعلق يهودي گهراڻي سان هو پر بعد ۾ پنهنجي ڀاءُ ارنيسٽ ايڊورڊ سان گڏ جرمن مذهبي مصلح مارٽن لوٿر جو پيروڪار ٿي لوٿرين (Lutherans) فرقي ۾ شامل ٿيو ارل اسٽين، ابتدائي



طور وچ ايشيا جي قديم آثارن تي تمام گهڻي کوجنا ڪئي. هي دنيا جي ڪيترين ئي يونيورسٽين ۽ ڪاليجن ۾ پروفيسر جي عهدي تي پڻ فائز رهيو هن ڪجهہ عرصو اورينٽيل ڪاليج لاهور جي پرنسپال طور ڪم ڪيو ان کان سواءِ پنجاب يونيورسٽيءَ جو رجسٽرار رهيو. 1904ع ۾ کيس انسپيڪٽر جنرل آف ايجوڪيشن اينڊ آرڪيالاجيڪل سروي آف بلوچستان مقرر ڪيو ويو. 1910ع کان 1917ع تائين لارڊ ڪرزن گورنر جنرل هندستان طرفان کيس اتر- اولهہ سرحدي صوبن جي آرڪيالاجيءَ جو سپرنٽينڊنٽ ۽ پشاور ميوزيم جو ڪيوريٽر مقرر ڪيو ويو هن برطانيا حڪومت جي تعاون سان آثار قديم متعلق سائنسي تحقيق ۽ کوجنا ڪندي تمام گهڻو مشهور ٿيو. ارل اسٽين تي ان وقت جي آثار قديمہ جي ماهرن سوين هڊن (Sven Hedin) ۽ زانگينگ (Xuangang) جو تمام گهڻو اثر رهيو 1920ع کان 1930ع ۾ هن وچ ايشيا (ننڍي کنڊ) مان کوجنا دؤران نوادرات ڳولهي لڌائين، جيڪي برطانيا جي لائبريري ۾ موجود آهن، جن ۾ چين مان هٿ آيل قديم ٻولين تبتي (Tibetan) ۽ تانگٽ (Tangut) ٻولين جا مسودا، جيڪي ڪاٺ جي تختين تي لکيل آهن. جيڪي يوگر (Uyghur)، سوگدي (Sogdian) ۽ بين التائي ٻولين ۾ لکيل آهن، محفوظ ٿيل آهن. ان کان علاوه هن جي اهم کوجنا ۾ پهرين صدي عسيوي جي وچ ايشيا جي ماڻهن جي متروڪ هند- يورپي (تخاري) ٻولين کي سائنسي تحقيق وسيلي ڳولي لهڻ جو ڪم بہ شامل آهي. ارل سٽين، ننڍي کنڊ جي ايران ۽ بلوچستان جي آثارِ قديمہ تي تمام گهڻي تحقيق ڪانپوءِ آثار قديمہ جي ماڳن تي لاتعداد رپورٽون تحرير ڪيون. هن سڪندر اعظم جي اچڻ وڃڻ جي شاهراهہ، جنهن ۾ پنجاب، ايران، مڪران، سنڌ ۽ ڏکڻ اوڀر ايران تي بہ ڪم ڪيو. 1907ع ۾ هن موگاؤ (Mogao Caves) نالي غارن جي کوجنا ڪئي، جيڪي چين جي دوهانگ (Dunhuang) ۾ موجود هيون. اهي غارون هوڏي دؤر جا قديم آثار آهن. عام طور انهن غارن کي (Caves of Thousand Buddhas) جي نالي سان سڏيو ويندو آهي. هن جي ڪيل تحقيق ۾ 24 مختلف ٻولين جي قديم مسودن، آثارِ قديمہ مان هٿ آيل مصوري جي فن پارن، اڳاٽي وقت ۾ استعمال ٿيندڙ قديم ۽ دلچسپ شين تي تحقيق ۽ 1906ع کان 1908ع ڏاري مغربي چائنا ۾ موجود Kunlon Mountains جي سروي جوڪم قابل ذڪر آهن. 3 کان 4 صدي جو مليل قالين جو هڪ ڇڳل ٽڪرو پڻ ارَل اسٽين جي تحقيق جو نتيجو آهي اهو ٽڪرو (Loulan Xinjiang Frogment of Carpet) مان هٿ آيو جيڪو برٽش ميوزيم ۾ رکيل آهي. سندس کوجنا دوران مليل نوادرات برٽش لائبريري، سرينگر ميوزيم، نئين دهلي جي نيشنل ميوزيم ۽ برٽش ميوزيم لنڊن ۾ رکيل آهن. سندس گڏ ڪيل شيون ۽ فن پارا وچ ايشيا ۽ ٻڌمذهب جي تاريخ تهذيب ۽ ادب کي سمجهڻ لاءِ مددگار ثابت ٿيا آهن. هن بلوچستان، بلوچي ايران ۽ سنڌو تهذيب تي بہ واڪاڻ جوڳو ڪم ڪيو. 1977ع

۾ جينيٽ مرسڪي ۽ 1995ع ۾ اينابل والڪر (Annabel Walker) نالي مشهور سوانح نگارن، ارل اسٽين جي شخصيت، زندگي ۽ تحقيق جي حوالي سان سندس سوانح عمري لکي، جنهن ۾ سندس ڪم کي ساراهيو آهي. 1943ع ۾ هن انگريز حڪومت کان افغانستان جي کوٽائي جي اجازت ورتي. 26 آڪٽوبر 1943ع تي ڪم ڪندي 80 سالن جي عمر ۾ هن ڪابل ۾ وفات ڪئي، اتي ئي کيس دفنايو ويو. ايشيا ۾ خاص ڪري ننڍي کنڊ ۾ ڪيل کوجنا يا لاڳاپيل آثارن بابت کوجنا وارن سندس ڪجهه ڪتابن جو وچور هن ريت آهي.

- 1898. Detailed Report on an Archaeological Tour with the Buner Field Force, Lahore, Punjab Government Press.
- 1905. Report of Archaeological Survey Work in the North-West Frontier Province and Baluchistan, Peshawar, Government Press, N.W. Frontier Province.
- The Thousand Buddhas: ancient Buddhist paintings from the cave-temples of Tung-huang on the western frontier of China.
- 1921 "A Chinese Expedition Across the Pamirs and Hindukush, A.D. 747." Indian Antiquary 1923.
- 1929. On Alexander's Track to the Indus: Personal Narrative of Explorations on the North-West Frontier of India. London, Macmillan & Co. Reprint: New York, Benjamin Blom, 1972.
- 1940 Old Routes of Western Iran: Narrative of an Archaeological Journey Carried out and Recorded, MacMillan and Co., limited. St. Martin's Street, London.
- 1944. "Archaeological Notes from the Hindukush Region". J.R.A.S.

**ارنيسٽ مئڪي، ڊاڪٽر (آرڪيالاجسٽ):** 1926ع کان 1931ع تائين موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ جي نگران رهندڙ مشهور آرڪيالاجسٽ ارنيسٽ مئڪي 5 جولاءِ 1880ع تي انگلينڊ جي شهر برسٽل (Bristol) ۾ جنم ورتو. سندس پورو نالو ارنيسٽ جان هينري مئڪي هو. هو هڪ سياح ۽ قديم آثارن جو ماهر هو. ابتدائي تعليم برسٽل گرامر اسڪول مان حاصل ڪرڻ بعد 1918ع ۾ برسٽل يونيورسٽي مان بي. اي (B.A) ۽ 1922ع ڌاري ساڳي يونيورسٽي مان ايم. اي جي ڊگري حاصل ڪيائين.



جڏهن ته 1933ع ۾ ادب جي شعبي ۾ ڊاڪٽر جي سَنَدَ (D.Litt) پڻ حاصل ڪيائين. هن ڊوروٿي ميري سائمنس نالي عورت سان شادي ڪئي، جيڪا علم الانسان (Anthropology) شعبي سان تعلق رکندڙ هئي. ڊاڪٽر ارنيسٽ مئڪي، پنهنجي عملي زندگيءَ جو آغاز تعليم حاصل ڪرڻ دؤران ئي ڪيو. هن 1907 کان 1912ع ڌاري مصر جي قديم تهذيب جي کوٽائي ۽ تحقيق ۾ حصو ورتو. جتي هن جو استاد آثارِ قديمه جو وڏو ڄاڻو ۽ ماهر سر فلنڊرز پيٽرائي (Sir Flinders Petrie) هو. هن 1912ع کان 1916ع تائين، گهٽو وقت (Theban Tombs) تي تحقيق ڪري تصويري دستاويز تيار ڪيا، جيڪي ان وقت مختلف مقالن جي صورت ۾ شايع ٿيا. پهرين جنگ عظيم، دؤران، ڊاڪٽر مئڪي فوج جي سربراهه طور مشرقِ وسطيٰ ۾ پنهنجا فرائض سرانجام ڏنا. ساڳئي وقت فلسطين ۽ شام جي قديم يادگارن جي سار سنڀال لاءِ آرمي ڪميشن جي قائم ڪيل Survey of Ancient Monument جو ميمبر ٿي رهيو. ان کان علاوه 1919ع کان 1922ع جي عرصي دوران فلسطين حڪومت پاران اوائلي دؤر جي نوادرات، تاريخي عمارتن ۽ فن پارن جو محافظ/سنڀاليندڙ (Custodian) مقرر ٿيو. ڪجهه وقت ان عهدي تي فائز رهڻ کان پوءِ Penn ميوزم ۾ ڊاڪٽر ڪليرنس فشر جي اسسٽنٽ طور پرتي ٿيو. جيڪو دنيا جي پهرين بڊل ڳوٺ جيريڪو (Jericho) کان 45 ميلن جي فاصلي تي اتر طرف بيٽ شان ۾ واقع هو. Penn Museum ۾ ڊاڪٽر فشر جي بيمار رهڻ سبب هن اسسٽنٽ طور تاريخي ماڳن جي کوٽائي، نگراني، سروي، طريقيڪار، تصويرون ڪڍڻ ۽ مليل معلومات کي محفوظ ڪرڻ جو ڪم اڪيلي سر ڪيو. ڊاڪٽر مئڪي جي عملي زندگي ۾ ڪش، موهن جي دڙي ۽ چانهونءَ جي دڙي تي ڪيل تحقيقي ڪم خاص طور تي قابلِ ذڪر آهن. 1922-1925ع تائين ميسوپوٽيميا ۾ آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ طرفان کيس ڪش ۽ جموت نصر (Kish ۽ Jemdet Nasr) جي کوٽائيءَ جو نگران ڊائريڪٽر مقرر ڪيو ويو. ميسوپوٽيميا ۾ ڪم دوران هن، سنڌو ماٿريءَ جي آڳاٽي تهذيب موهن جي دڙي تي کوجنا ڪندڙ سر جان مارشل ۽ سندس ساٿين سان بحيثيت مراسله نگار (Correspondent) طور ڪم ڪيو. 1925ع ڌاري مصر ۾ موجود برٽش اسڪول آف آرڪيالاجي ۾ کيس بحرين جي جزيري تموليءَ (Tumuli) جي کوٽائي جو ڪم ڏنو ويو. 1926ع کان 1931ع ۾ انڊين سروي آرڪيالاجي طرفان کيس موهين جي دڙي جي کوٽائيءَ جو پهريون اسپيشل آفيسر ۽ بعد ۾ (فيلڊ ڊائريڪٽر) نگران مقرر ڪيو ويو. ڊاڪٽر ارنيسٽ مئڪي، آرڪيالاجي جي تجربي ۽ علم جي آڌار تي ڇهن سالن جي عرصي تائين پنهنجي گهرواري ڊوروٿي جي ساٿ ۽ سهڪار سان موهن جي دڙي تي ڪم ڪيو. هن جي ڪيل کوٽائي ۽ تحقيق دؤران موهن جي دڙي مان مليل نوادرات بوسٽن جي هڪ فائن آرٽ ميوزيم ۾ مستقل طور رکيل آهن. موهن جي دڙي جي کوٽائي بابت سرجان مارشل جي ايڊٽ ڪيل ڪتاب جي پهرين جُلد جا 7 باب ۽ ٽئين جُلد جا 7 باب ڊاڪٽر مئڪي جا لکيل آهن. جن ۾ هن کوٽائي جو تفصيل، جاين جي اڏاوت، ٺڪر جي ٿانون، ماڻهن ۽ جانورن جي مورتين، پٿر جي شين، رانديڪن، اوزارن، زيورن، مهرن، عاج جي شين ۽ گهرجي استعمال جي شين جو تفصيل ۽ جائزو ڏنو آهي. ان کان علاوه هن موهن جي دڙي تي تفصيلي سائٽ رپورٽ پڻ تحرير ڪئي. هن جون چانهونءَ جي دڙي (جيڪو سنڌو تهذيب جو اهم ماڳ آهي) جي کوٽائي جي حوالي سان به تحريرون شايع ٿيل آهن. هن سنڌ جي قديم تهذيب تي The Indus civilization نالي جدا ڪتاب به لکيو جيڪو 1935ع ۾ لنڊن مان شايع ٿيو. هن 1942ع ڌاري انگلينڊ ۾ وفات ڪئي.

**ارورا** (Arora): هي سي. ايس. ايس پاس ڪري، سول سروسز اڪيڊمي لاهور جي ڪامن ٽريننگ پروگرام ۾ تربيت وٺندڙ آفيسرن جو رسالو آهي. ارورا مخزن جو پهريون شمارو 20 هين ڪامن ٽريننگ پروگرام دوران (1993ع ۾) شايع ٿيو. ان جا پهريان ايڊيٽر امينا حسن (انگريزي) ۽ زبير يوسفاڻي (اردو) هئا. ارورا ۾ پهريون دفعو سنڌي سيڪشن 2010ع ۾ 37 هين ڪامن ٽريننگ پروگرام دوران شامل ڪيو ويو، جنهن جو ايڊيٽر الطاف ميمڻ هو، جيڪو هن وقت ان لئنڊ روينيو سروس ۾ اسسٽنٽ ڪمشنر آهي.




**اسان چو مسلمان ٿياسين؟** (ڪتاب): هي ڪتاب پروفيسر عبدالغني فاروق جي ڪتاب جو سنڌي ترجمو آهي، جيڪو عبدالرحمٰن جتوئي ۽ ارباب علي چوهاڻ گڏجي ڪيو آهي. هي ڪتاب 1987ع ۾ 'سنڌ مسلم ادبي اڪيڊمي سکر' پاران ڇپجي پڌرو ٿيو. هن ڪتاب ۾ تقريباً ويهن شخصيتن جا مسلمان ٿيڻ جي باري ۾ قصا سندن 'زباني بيان ٿيل آهن. انهن شخصيتن ۾ سرجلال الدين لارڊ برنٽن، مولانا عبيدالله سنڌي، ڊاڪٽر عبدالڪريم جرمانوس، شيخ عبدالمجيد سنڌي، عمر فاروق عبدالله، علي محمد موري، پروفيسر غازي احمد، ڊاڪٽر غزينيہ، مجاهد اسلام، علامہ محمد اسد، محمد صديق، محمد مارما ڊيوڪ پڪٿال، شيخ بشير احمد شاهہ، ڊاڪٽر اسلام الحق، يوسف الاسلام، بيگم مولانا عزيز گل، مريم جميل، راجڪماري، جاويد بانو بيگم، فاطمہ هيرين ۽ جميلہ خاتون شامل آهن. 120 صفحن تي مشتمل، رنگين ٽائيٽل سان پڪي جلد واري هن ڪتاب جي قيمت 10 روپيا آهي.

**اسان کي متان وساريو** (ڪتاب): ٻوليءَ جي موضوع تي هيءُ ڪتاب گنگارام سمرات جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ اهي لفظ ڏنا ويا آهن، جيڪي سنڌيءَ ۾ اڌ صدي اڳ ۾ رائج هئا. سنڌي ٻوليءَ جو گڏ ڪيل هيءُ لغوي خزانو سنڌي لغات تي تحقيق ڪندڙن لاءِ رهبر طور ڪم ڏيندو. ڊيمي سائيز ۽ رنگين ٽائيٽل ۾ 212 صفحن واري هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو سنڌي لئنگئيج اٿارٽي پاران مارچ 1999ع ۾ شايع ٿيو. جنهن جي قيمت صرف 100 روپيا آهي.




**استاد انور علي سانگي** (فنڪار): مشهور فنڪار استاد انور علي ولد اسد الله سانگي پهرين جنوري 1949ع تي ڳوٺ سانگي تعلقي ميهڙ، ضلعي دادو ۾ پيدا ٿيو. پرائمري تعليم منگواڻي پرائمري اسڪول سانگي تعلقي ميهڙ مان حاصل ڪيائين ۽ اڳتي پڙهي نہ سگهيو. هن موسيقي سکڻ جي ابتدا 1970ع ۾ ڪئي. سندس پهريون استاد ميهر علي خان هو ۽



پوءِ استاد منظور علي خان کان سکيا ورتائين. سندس ڪيترائي آڊيو البم منظر عام تي اچي چڪا آهن. هن شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحہ جي رسالي جي ٽيهن ئي سرن کي اصل راڳن ۽ راڳڻين ۾ ڪمپوز ڪيو آهي. سندس سڃاڻپ موسيقار ۽ گلوڪار واري آهي. استاد انور علي سنڌي، اردو، سرائڪي، فارسي ۽ هندي ٻولين ۾ ڳائي چڪو آهي. هن جو "سارنگ سنگيت" ڪلب لاڙڪاڻي ۽ "آرٽ ڪائونسل آف پاڪستان" لاڙڪاڻي سان واسطو آهي. استاد انور علي ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي 1975ع ڌاري پرفارم ڪيو. 1996ع ۾ ريڊيو پاڪستان لاڙڪاڻي تان موسيقيءَ جي سکيا ۽ سنڌي موسيقيءَ جي تاريخ جي حوالي سان هفتيوار پروگرام "سنگيت جو سفر" ۾ ڪم ڪيائين. ان ڪانسواءِ ريڊيو ٽي. وي ۽ اسٽيج تي ڪيترن پروگرامن ۾ پرفارم ڪندو رهيو آهي. خاص طور سنڌ، بلوچستان ۽ پنجاب جي اهم درگاهن: شاهہ عبداللطيف، قلندر لال شهباز، سچل سرمست، خواجا فريد الدين، علامہ هدايت علي نجفي، حافظ خدا بخش، بيخود فقير، شاهہ نصير، مهدي شاهہ ۽ ٻين تي ٿيندڙ پروگرامن ۾ شرڪت ڪندو رهندو آهي. هن موسيقيءَ جي دنيا ۾ ڪيترا شاگرد پيدا ڪيا آهن. جن ۾ عاشق نظاماڻي، اسلم تنيو، ممتاز عباسي، نذير سمون، لياقت سمون، شيراز عباسي، الياس سانگي، سلطان ميمڻ، منظور عباسي شامل آهن. جن مان ڪيترن کي سازن جي تربيت بہ ڏنائين. استاد انور علي سانگي هن فن جي خدمت عيوض ڪيترائي ايوارڊ ۽ سرٽيفڪيٽ بہ حاصل ڪيا آهن. جن ۾: 1982ع ۾ ايگريڪلچرل انڊسٽريل فيسٽول سنڌ طرفان "مئرٽ سرٽيفڪيٽ"، 1987ع ۾ سنڌ انٽيفڪ سوسائٽي لاڙڪاڻي طرفان "تاريخ سنڌ" اوارڊ، 1993ع سنڌ ٽئلينٽ آرگنائيزيشن لاڙڪاڻي پاران "ٽئلينٽ اوارڊ" 2002ع ۾ هسٽاريڪل سوسائٽي لاڙڪاڻي طرفان "لائيف اچيومينٽ اوارڊ"، 2011ع ۾ لاڙڪاڻي ميگا فيسٽيول دوران ضلعي حڪومت لاڙڪاڻي طرفان "بهترين صوفي ايوارڊ"، 1992ع ۾ ڊپٽي ڪمشنر لاڙڪاڻي طرفان "ڪارڪردگي سرٽيفڪيٽ" وغيره شامل آهن.

**استاد ٻبر علي**: مشهور موسيقار استاد ٻبر علي 1950ع ڌاري حيدرآباد ۾ جنم ورتو. هيءَ نالي واري موسيقار استاد فيروز گل جو ننڍو ڀاءُ هو. سندس وڏا اصل راجستان جي جيسلمير علائقي جا هئا. استاد ٻبر علي فن جي سکيا مشهور ماسٽر صفدر عليءَ کان ورتي ۽ استاد فيروز گل بہ سندس رهنمائي ڪئي. موسيقيءَ ۾ پاڻ مڃائيندي هن شاهڪار فلمي گيت، ڪئسٽن جا ڪلام ۽ نوحا ڪمپوز ڪيا. مشهور فلمن: 'پرو چانديو'، 'پڪار' ۽ 'پلاند' ۾ هن استاد فيروز گل سان گڏ موسيقي ترتيب ڏني. ان کان سواءِ فلم 'پوتي ۽ پڳ' ۾ مشهور موسيقار وجاهت عطريءَ سان گڏ موسيقي ڪمپوز ڪيائين. جن مشهور فنڪارن کي استاد مرحوم متعارف ڪرايو تن ۾: عنايت حسين ڀٽي، سجاد يوسف، ثمينہ ڪنول، حميرہ چنا، انجم آرا، نگهت سليم، عابدہ خانم ۽ ٻيا ڪيترائي شامل آهن. فيروز گل

جي فرزند مرحوم امانت گل کي به استاد ببر عليءَ متعارف ڪرايو پاڻ بهترين ردم پليئر ۽ طبلا نواز به رهيو. هن لاتعداد ڪافيون ۽ غزل رڪارڊ ڪرايا. ڪيس ڪيترائي اوارڊ به مليا. استاد ببر عليءَ 13 نومبر 1988ع تي دل جي دوري سبب وفات ڪئي.

**اُستاد فدا حسين خان** (گويو): استاد فدا حسين خان، نامور ڪلاسيڪي گويي استاد بيبي خان جو ٻيو نمبر پٽ، نياز حسين جو ننڍو ڀاءُ ۽ استاد منظور علي خان جو سوٽ هو. استاد فدا حسين جو اصل نالو خدا بخش هو. ڪنهن بزرگ جي چوڻ تي سندس والد هن جو نالو تبديل ڪري فدا حسين رکيو. سندس جنم حيدرآباد ۾ ٿيو. هيءُ چوٿين درجي ۾ هو ته ڪيس مدي جو بخار ٿي پيو. بيماريءَ مان اٿڻ بعد سندس دل پڙهائيءَ کان پچي پئي ۽ گهر ۾ پنهنجي والد استاد بيبي خان وٽ ڳائڻ جو رياض ڪرڻ لڳو. استاد بيبي خان نياز حسين کي باجو (هارمونيم) ۽ فدا حسين کي طبلو هٿ ۾ ڏني. سندس باقاعدي تربيت ڪئي. هيءُ گهٽ پڙهيل هو پر ننڍپڻ کان ئي استاد عاشق علي خان، استاد بڙي غلام علي خان ۽ استاد امير خان (اندور والي) جهڙن بزرگ گوين جي صحبت ۾ رهيو ۽ موسيقيءَ جي هر رنگ جي ڄاڻ باقاعدي حاصل ڪيائين. موسيقيءَ سان واسطو رکندڙ گهراڻن ۾ اها روايت موجود آهي ته ڪو به گويو، ڪلاڪار ۽ راڳي پنهنجي پيءُ جو شاگرد نه ٿو چوائي سگهي. ان ڪري استاد بيبي خان هڪ محفل ۾ پنهنجي ڀاءُ مراد علي خان کي چيو ته فدا حسين کي سگهوڙي شاگرد ڪر. استاد مراد علي خان، فدا حسين کي باقاعدي شاگرد بڻايو ۽ اڳڪٿي ڪئي ته هيءُ اسان جي خاندان جو نالو روشن ڪندو. مارچ 1982ع ۾ پيءُ جي وفات مٿس گهرو اثر ڇڏيو. ڪجهه عرصي بعد موسيقيءَ جي وڌيڪ تعليم لاءِ استاد خان صاحب مبارڪ علي وٽ ڪراچيءَ ويو. ٻه سال رهڻ بعد موٽي آيو. سنڌ ۾ ڪافي ڳائڻ جو جيڪو انداز بيبي خان متعارف ڪرايو ان کي اڳتي وڌائڻ ۾ استاد فدا حسين خان جو وڏو ڪردار آهي. استاد فدا حسين، حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جي ولادت (عيد ميلاد النبي ﷺ) ڪانسواءِ ڪڏهن به خوشيءَ جو ڪو ڪلام نه ڳايو. حيدرآباد جي اڪثر محفلن ۾ هن کي آخر ۾ وارو ڏيندا هئا ۽ ڪيس وڏو ملهه سڏيندا هئا. وٽس ننڍا توڙي وڏا فنڪار سکڻ، موسيقيءَ جي مسئلن جي ڄاڻ وٺڻ ۽ صحيح راڳ جي معلومات وٺڻ ايندا رهندا هئا، جن ۾ عابده پروين، وحيد علي، سينگار علي سليم، صادق علي، ظفر علي، مظهر حسين، ذوالفقار علي ۽ ٻيا ڪيترا شامل آهن. استاد فدا حسين جي شاگردن ۾ جمعو فقير مڱڻهار، پروفيسر عنايت الله عباسي، ياسين فقير رنگ، چوڻ، مانجهي، يار محمد چانڊيو، راجو غلام حسين، محمد يوسف، منو ڪڇي، مائي الله وسائي، آفتاب بلوچ، علي نواز، ذوالفقار علي ۽ حسين جا نالا شامل آهن. استاد فدا حسين 4 نومبر 1994ع تي 52 سالن جي ڄمار ۾ وفات ڪئي.



**استاد لغاري**: استاد لغاريءَ جو پورو نالو لقمان ولد محمد عالم آهي، 21 نومبر 1956ع تي ڳوٺ مولوي خير محمد احمداڻي ضلعي سانگهڙ ۾ پيدا ٿيو. 1968ع ۾ پرائمري ۽ ديني تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪري، مئٽرڪ ۽ انٽر کپري (سانگهڙ) مان ۽ ايم. اي 1991ع ۾ سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو مان مڪمل ڪيائين. 1983ع ۾ مسجد اسڪول استاد 1991ع ۾ جي. ايس. ٽي ۽ 2001ع ۾ ايڇ. ايس. ٽي مقرر ٿيو. انهيءَ دوران، پي. ٽي. سي، سي. ٽي ۽ بي. ايڊ جا ٽريننگ ڪورس سال 2000ع ۾ سنڌ زرعي يونيورسٽي ٽنڊو ڄام مان مڪمل ڪيائين. باقاعده لکڻ جي شروعات 1980ع واري ڏهاڪي ۾ ڪيائين. 1981ع ۾ سنڌي ادبي سنگت جو يونٽ قائم ڪري سيڪريٽري مقرر ٿيو. ساڳئي سال "پڪار پبليڪيشن" کپرو جو بنياد وڌائين. ان پليٽ فارم تان ڪتابي سلسلو جاري ڪيائين، جنهن جو پهريون ڪتاب "آيو آيو سوجهرو" جون 1982ع ۾ شايع ٿيو. ساڳي پبليڪيشن پاران، ٻيا چار ادبي پرچا 'سچي دنيا' جي نالي سان 1986ع ۾ کپري مان شايع ٿيا. اهڙي طرح 1990ع واري ڏهاڪي اخباري سائيز جو هڪ ادبي پرچو 'ڪاروانِ بهار' ۽ ٽي ٻيا ادبي پرچا "ڀاڳ" جي نالي سان کپري مان شايع ڪيائين.



1983ع ۾ ماتا (مسجد اسڪول ٽيچرس ايسوسيئيشن) جو بنياد وڌائين ۽ ان جو پهريون مرڪزي صدر منتخب ٿيو. سندس ذاتي لائبريريءَ ۾ هن وقت ٻين ڪتابن کان علاوه شاهه جي رسالن جو قيمتي ذخيرو موجود آهي. خصوصاً قلمي، ليٿو عڪسي، فوٽو اسٽيٽ، پرنٽنگ پريس ۽ ڪمپيوٽر لکائي تي مشتمل، سنڌي، سرائيڪي، انگريزي، عربي، اردو ۽ پنجابي ٻولين ۾ شاهه جا رسالا موجود آهن. سندس نمايان ادبي ڪم شاهه جي رسالي جو منظوم سرائيڪي ترجمو ڪرڻ آهي. جنهن کي "شاهه دا رسالا" جي عنوان سان مهراڻ اڪيڊمي شڪارپور پاران 2010ع ۾ شايع ڪيو ويو. استاد لغاريءَ شاهه جي رسالي جو رنگين قلمي نسخو پڻ لکيو آهي، جيڪو هن 2011ع ۾ لکي پورو ڪيو. هن وقت سندس ترتيب ڏنل چار شاهه جا رسالا ۽ ٻه تحقيقي ڪتاب "موکي متارا" ۽ "مخزن تصوف" بياض جي صورت ۾ لائبرري ۾ موجود آهن. سندس مشهور مقالن ۾ موکي متارا، ڪلام گرهوڙي جو نئون هٿ آيل قلمي نسخو ۽ شاهه جي رسالن جي مختصر تاريخ شامل آهن. استاد لغاري هن وقت گورنمنٽ هاءِ اسڪول کپري ۾ ايڇ. ايس. ٽي طور ڪم ڪري رهيو آهي.

**استاد مجاهد چانڊيو**: ناليواري تاريخدان استاد مجاهد چانڊيي 1935ع ڌاري چانڊڪا جاگير، غيبي ديري جي هڪ ڳوٺ 'ٺُل' ۾ جنم ورتو. تعلقي وارهه جي ڪنڊو مدرسي مان فارسي ۽ سنڌي فائنل ڪري، پرائمري استاد ٿيو. هيءُ پٺتي پيل علائقي ۽ جاگيرداري نظام ۾ علم جو شعور اجاگر ڪرڻ لاءِ اسڪول کولرائي. انهن ۾ پنهنجي بدلي ڪرائي ٻارن ۽ اتان جي اڻپڙهيل ڳوٺاڻن ۾ شعور پيدا ڪندو رهيو. سندس خصوصيت اها هئي



۽ هو پنهنجي پيءُ جي بلڪل ڀيل ڳوٺن ۾ اسڪول کولرائي پاڻ کي ان اسڪول ۾ مقرر ڪرائيندو هو ۽ ان اسڪول کي مڃائي اسڪول کنهن ٻئي استاد حوالي ڪري وري ڪو ٻيو ڳوٺ وسائيندو هو. اهڙي طرح وارهه ۽ قمبر ۾ هن 20 کان 25 نوان اسڪول کولرايا. هن مشرقي ٻولين واري شعبي مان اديب، عالم ۽ فاضل جي سند حاصل ڪئي. ڪيترائي مضمون، افسانا، تاريخي مقالا لکيا اٿائين، جيڪي نئين زندگي ۽ مختلف اخبارن ۾ ڇپيا. سندس تاريخي ناول 'چانڊڪا' 1963ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو جنهن جو ٻيو ايڊيشن 1998ع ۾ شايع ٿيو چانڊين جي تاريخ تي مشتمل سندس ٻيو ڪتاب 'تنين سين ڏيٺ' 2001ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي.

**استاد منظور علي خان** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي ڪلاسيڪل فنڪار استاد منظور علي خان جي فن ۽ شخصيت بابت آهي، جنهن کي ڪوثر ٻرڙي ترتيب ڏنو آهي. ڪتاب جو مهاڳ عنايت بلوچ لکيو آهي. هن ڪتاب ۾ استاد منظور علي خان



جو انٽرويو ۽ سندس فن بابت ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ممتاز مرزا، استاد فتح علي خان، نصير مرزا، ادل سومري، انور پيرزادي، ڊاڪٽر محمود مغل ۽ ٻين جا مضمون شامل آهن. ڪتاب جي آخري صفحن ۾ منظور علي خان بابت سندس شاگردن، اديبن، شاعرن، فنڪارن جا تاثرات ڏنا ويا آهن. ان سان گڏ سندس ريڊيو تي ڳايل ڪلامن جي فهرست، ڪمپوز ڪيل ڌنن جي فهرست، سندس شاگردن جي نالن جي لسٽ ۽ آخري صفحي تي استاد منظور علي خان جو شجرو ڏنو ويو آهي. پڪي جلد سان 240 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 250 روپيا آهي، جنهن کي پويٽ پبلشنگ هائوس، سنڌ ٻالڪ سنگت خيربور، سيپٽمبر 2010ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**استاد نبي بخش مگڻهار**: ڪلاسيڪل راڳي استاد نبي بخش ولد محمد ملوڪ مگڻهار 1938ع ڌاري ڳوٺ پارو چاچڙ ضلعي گهوٽڪيءَ ۾ ڄائو. 20 سالن جو هو ته راڳ جي تربيت استاد مهر علي خان پنجاب واري کان



ورتائين، جو استاد مراد علي گواليار جو شاگرد هو استاد نبي بخش راڳ ايمن ڪلياڻ ۽ پيم پلاس تي عبور رکندو هو جام ساقيءَ ڪيس ريڊيو حيدرآباد تي آندو جتي عنايت بلوچ سندس ست ڪلام رڪارڊ ڪري پيش ڪيا، جيڪي بيحد مقبول ويا. 1986ع ۾ لوڪ ورثہ اسلام آباد پاران سندس محفل جي ڪئسٽ به تيار ڪئي وئي، جيڪا مقبول ٿي. شاهه لطيف، سچل، بلها شاهه، استاد بخاري ۽ اظهر گيلاني جا ڪلام خوب ڳائيندو هو. استاد نبي بخش جو وڏو پٽ مختيار احمد به سنو ڳائي ٿو باجو ۽ بينجو به وڄائي ڄاڻي، ٻيا فرزند امانت علي ۽ ممتاز ڍولڪ وڄائڻ جا ڄاڻو آهن. سندس ڀائٽيو محمد شريف به سنو راڳي آهي. استاد نبي بخش مگڻهار 2008ع ۾ وفات ڪئي.

**استادن لاءِ هدايتون** (ڪتاب): استاد صاحبان لاءِ فنڪشنل سنڌي سيکارڻ جو هيءُ پهريون ڪتاب پروفيسر ڊاڪٽر غلام علي الانا جو لکيل آهي. ڪتاب جي ڀاڱي پهرئين ۾ سبقن کان پوءِ ڏنل مشقون بلڪل نئين



نموني جون آهن. جيڪي فنڪشنل سنڌيءَ واري طرز کي سامهون رکي تيار ڪيون ويون آهن. جڏهن ته ٻئي ڀاڱي ۾ مختلف مشقن جي مدد سان سنڌي ٻوليءَ جي ساخت، رچنا، سنڌيءَ ٻولي جي آوازن ۽ گرامر کان سواءِ سنڌي ٻولي جي جملن وغيره ناهڻ لاءِ جيڪو طريقو اختيار ڪيو ويو آهي، اهو تمام آسان آهي. ڊيمي سائيز ۽ رنگين ٽائيٽل ۾ 84 صفحن واري هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران آڪٽوبر 2000ع ۾ شايع ٿيو جنهن جي قيمت صرف 40 روپيا آهي.

**استاد وريلداس**: استاد وريلداس ولد گرنومل تلريجا 10 نومبر 1943ع تي شڪارپور ۾ ڄائو ايم. اي اڪنامڪس سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان ڪيائين. هو هڪ سنو ڪلاسيڪل راڳي هو هن ڪلاسيڪل راڳ جي تعليم استاد الله بخش شيخ ۽ استاد هادي بخش ميمڻ کان حاصل ڪئي هئي ۽ استاد هدايت الله قمر کان پڻ ڪلاسڪ جا ڌهه تان سکيو هو. استاد وريلداس ڪيترن ئي شاگردن کي ڪلاسيڪل راڳ جي سکيا ڏني، جن ۾ ڪي ڪي پٽي، شمن ميرالي، بابر مغل گرمکداس ۽ سلمان وغيره شامل آهن. هن هڪ ادارو 'وريل سنگيت ڪلا' قائم ڪيو هو جنهن ۾ ڪلاسڪ راڳ جي سکيا ڏيندو هو. استاد وريلداس پنهنجي فن جي مڃتا طور ڪجهه اوارڊ پڻ حاصل ڪيا هئا. سنڌ جو هيءُ نرالو فنڪار 29 جولاءِ 2005ع تي ديهانت ڪري ويو. سندس آخري رسمون شڪارپور ۾ ادا ڪيون ويون.

**اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان**: جڏهن پاڪستان وجود ۾ آيو ته ٿوري وقت لاءِ ان وقت جي سرڪاري ڏيتي ليتي رزرو بئنڪ آف پاڪستان (Reserve Bank of Pakistan) ذريعي ٿيندي هئي، ڇرجيئن ته رزرو بئنڪ هندستان جي ضابطي هيٺ هئي، ان ڪري پاڪستان لاءِ ضروري هو ته اقتصادي سرشتي کي محفوظ رکڻ لاءِ پنهنجي سرڪاري بئنڪ قائم ڪجي، ان مقصد کي سامهون رکي 1948ع ۾ هڪڙو قانون پاس ڪري اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جو بنياد وڌو ويو. بئنڪ کولڻ لاءِ ٽن ڪروڙ رپين جي موڙي منظور ڪئي وئي، جنهن کي ٽن لکن حصن ۾ ورهايو ويو ۽ هر حصي (Share) جي قيمت هڪ سئو روپيا هئي. انهن ٽن لکن حصن




مان 51 سيڪڙو حصا (Share) حڪومت پاڻ خريد ڪيا ۽ باقي 49 سيڪڙو حصا عوام کي خريد ڪرڻ لاءِ آڇيا. بئنڪ جي انتظام هلائڻ لاءِ هڪ مرڪزي ۽ ٽي علائقائي بورڊ يا انتظامي جماعتون قائم ڪيون ويون. علائقائي بورڊ ڪراچي، لاهور ۽ ڍاڪا ۾ مقرر ڪيا ويا. اهي بورڊ يا انتظامي جماعتون ئي اسٽيٽ بئنڪ جو ڪاروبار هلائيندڙيون هيون. مرڪزي بورڊ ۾ هڪ گورنر، ڊپٽي گورنر ۽ ڪجهه ڊائريڪٽر مقرر ڪيا ويندا هئا، جن مان ڇهه ڊائريڪٽر حڪومت رکندي هئي مرڪزي. بورڊ سال ۾ گهٽ ۾ گهٽ ڇهه دفعا گڏ ٿيندو هو. بورڊ طرفان وري هڪڙي انتظامي ڪاميٽي مقرر ٿيل هوندي هئي، جنهن ۾ گورنر، ڊپٽي گورنر ۽ ٽي چونڊيل ڊائريڪٽر هوندا هئا. جڏهن مرڪزي بورڊ ڪن سببن ڪري گڏ نہ ٿي سگهندو هو تہ ان جا سمورا ڪاروباري اختيار، اها انتظامي ڪاميٽي هلائيندي هئي. اسٽيٽ بئنڪ قائم ٿيڻ مهل ڪيس ڪا بهتر عمارت مليل نہ هئي، اُن ڪري هڪ پراڻي عمارت ۾ بئنڪ کولي وئي پر جلد ئي ڪراچيءَ ۾ اسٽيٽ بئنڪ جي ڏهہ ماڙ عمارت ٺاهي وئي. ان کانسواءِ مختلف شهرن ۾ پڻ اسٽيٽ بئنڪ جون زبردست عمارتون ٺهيل آهن. اسٽيٽ بئنڪ جا ڪيترائي فرض ۽ اختياريون آهن، جن ۾: (1) پاڪستان سرڪار طرفان نوٽ جاري ڪرڻ جا اختيار صرف اسٽيٽ بئنڪ کي مليل آهن. (2) سرڪاري ڏيتيون ليتيون اسٽيٽ بئنڪ جي ذمي آهن. ان ڪري هن کي سرڪاري بئنڪ بہ سڏيو وڃي ٿو. سرڪار جا سمورا خرچ ۽ آمدني اسٽيٽ بئنڪ ذريعي عمل ۾ اچن ٿا. (3) اسٽيٽ بئنڪ، مُلڪ جي ٻين سمورين بئنڪن جي بئنڪ طور پڻ ڪم ڪري ٿي، ٻين بئنڪن کي ترقي ڏيارڻ ۽ انهن تي ضابطو رکڻ بہ اسٽيٽ بئنڪ جي اختيار ۾ آهي. (4) ملڪ جي پرڏيهي ناڻي جو ذخيرو اسٽيٽ بئنڪ وٽ رهي ٿو ۽ پرڏيهي ناڻي جي مٽا سٽا تي ضابطو بہ اسٽيٽ بئنڪ رکي ٿي. پاڪستاني ناڻي جو پرڏيهي اگهہ قائم رکڻ ۽ ان کي وڌائڻ لاءِ اسٽيٽ بئنڪ پرڏيهي مٽا سٽا ۽ ضابطي (Forgein Exchange Control) جي رٿابندي پڻ ڪندي آهي. (5) سڀ کان اهم ڪم اسٽيٽ بئنڪ جو اهو آهي تہ اها ملڪ جي اقتصادي اوسر لاءِ ڪاروايون ڪندي رهي ٿي. ناڻي واري ڦيري ۽ ڏيتي ليتيءَ تي ضابطو نہ هوندو تہ اقتصادي حالتون بگڙي وينديون. ساڳيءَ طرح ملڪ جي ڪارِيٽ جي سرشتي (Credit System) تي ضابطو نہ هوندو تہ ملڪ جون حالتون خراب ٿي وينديون، ان ڪري ملڪ جي اقتصادي صورتحال جي جائزي وٺڻ لاءِ اسٽيٽ بئنڪ ضروري آهي. اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان، مُلڪ جي جڻ ساهہ واري رڳ آهي، جا مُلڪ جي اقتصادي نسن ۽ نبضن ۾ وقت بہ وقت صحيح اوسر لاءِ رت پهچائيندي رهي ٿي. اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جي افتتاحي تقريب ۾ خطاب ڪندي قائداعظم محمد علي جناح چيو هو تہ "اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان آرڊر 1948ع مطابق نوٽ ڇاپيندي ۽ پيسي جي ڏيتي ليتي کي مستحڪم بڻائي، مُلڪ کي خود ڪفيل بڻائيندي".




اسٽيٽ بئنڪ پنهنجي طرفان ڪيترين بئنڪون پڻ کوليون آهن، جن ۾ زرعي ترقياتي بئنڪ، نيشنل بئنڪ آف پاڪستان ۽ ٻيون شامل آهن.

هن وقت تائين اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جا هي گورنر رهيا آهن: (1) زاهد حسين 1948ع کان 1953ع (2) عبدالقادر 1953ع کان 1960ع (3) شجاعت علي حسيني 1960ع کان 1971ع (4) ماهُب بر راشد 1967ع کان 1971ع (5) شاڪرالله دراني جنوري 1971ع کان ڊسمبر 1971ع (6) غلام اسحاق خان 1971ع کان 1975ع (8) جي. اين قاضي 1978ع کان 1986ع (9) وي. اي جعفري 1986ع کان 1988ع (10) آءِ اي حنفي 1988ع کان 1989ع (11) ڪشمر پاريک 1989ع کان 1990ع (12) آءِ اي حنفي (ٻيهر) 1990ع کان 1993ع (13) محمد يعقوب 1993ع کان 1999ع (14) عشرت حسين 1999ع کان 2005ع (15) شمشاد اختر ڏيٿو (عورت) 2006ع کان 2009ع (16) سيد سليم رضا 2009ع کان 2010ع (17) ياسين انور (چارج) 2010ع کان سيپٽمبر 2010ع (18) شاهد ڪاردار 2010ع کان 2011ع. هن وقت ياسين انور اسٽيٽ بئنڪ جو گورنر آهي.

**اسد 'قصہ خوان'**: ملا اسد سنڌ جي ترخان حڪمران ميرزا غازي بيگ ترخان جو درباري شاعر ۽ قصہ خوان هو. ملا اسد قصہ خوان (متوفي 1027هہ/1618ع) پنهنجي دؤرجي مشهور عالمن ۽ شاعرن مان هڪ هو. آڳاٽي دؤر ۾ قصہ خوان انهن عالمن ۽ شاعرن کي ڪوٺيو ويندو هو، جيڪي شعر و ادب تي حاوي هجڻ سان گڏوگڏ ڪچهريءَ جا ڪوڏيا ۽ حاضر جواب هوندا هئا، اهو ان وقت جي بادشاهن ۽ حاڪمن وٽ وڏو معتبر ليکيو ويندو هو. ملا اسد قصہ خوان ۽ ملا رشيد ٻئي گڏجي ايران مان سنڌ ۾ اچي ميرزا غازي بيگ ترخان جا خاص مقرب

ٿيا. ملا اسد جو ميرزا غازي وٽ وڏو مان ۽ شان هو. هن جي ئي سفارش تي ميرزا غازي مرشد بروجردي ۽ ٻين عالمن ۽ شاعرن کي ايران مان سنڌ اچڻ جي دعوت ڏني. ميرزا غازيءَ جي وفات کان پوءِ ملا اسد، جهانگير بادشاهه جي درٻار ۾ ويو. جنهن هن جي علم ۽ هنر جي قدرداني ڪندي هن کي ’حفيظ خان‘ جو خطاب ڏنو. ملا اسد قصه خوان پنهنجي دؤر جي شاعرن ۾ پڻ سرفهرست هو. اڪثر علمي ۽ ادبي مجلسن ۾ شعر في البديهه چئي ڏيندو هو. 1027هه/1618ع ۾ جڏهن جهانگير بادشاهه گجرات مان آگري ڏانهن پئي آيو تڏهن ملا اسد به ساڻس گڏ هو ۽ واٽ تي وفات ڪري ويو. مرشد بروجردي هن جو گهاٽو دوست هو. تنهن هن جي وفات تي هڪ طويل مرثيو لکيو هو. جنهن جو مطلع ۽ مقطع هيٺ ڏجي ٿو:

دريغا دريغا ڪه محفوظ خان رفت
اسد آن جهان هنراز جهان رفت
اسد رفت و تاريخ فوتش زمر شد
طلب ڪرده دل گفت اسد راگمان رفت
(1027ع)

**اُسڙي چانئڙي** (راند): هيءَ ٻاراڻي راند آهي، جيڪا اونهاري جي سهاين راتين ۾ رچائي ويندي آهي. هن راند ۾ چانڊوڪيءَ کي اُس ۽ اونداهيءَ کي ڇانو سمجهيو ويندو آهي. هن راند ڪرڻ مهل ٻار ٻه ٽوليون ٺاهيندا آهن. هڪ ٽولي ڇانوَ ۾ ۽ ٻي ٽولي اُس ۾ ويهندي آهي. جڏهن ٻئي ٽوليون باقاعدي پنهنجي پنهنجي حدن ۾ ويهي وينديون آهن، تڏهن اُس ۾ ويٺل ٽولي ڪوڪ ڪندي آهي، جنهن جو مطلب هوندو آهي ته هاڻي ڇانوَ واري ٽوليءَ کي اجازت آهي ته هوءَ پلي اُس ۾ ويٺل ٽوليءَ جي ٻار کي جهلي. اُس ۾ ويٺل ٽولي جي رانديگرن مان هر هڪ جي ڪوشش هوندي آهي ته هو ڪنهن نه نموني سان پاڻ بچائي ڇانوَ واري ايراضيءَ ۾ پهچي وڃي، جتي ڪيس ڪير به پڪڙي نٿو سگهي. چانڊوڪيءَ يا اُس ۾ ويٺل ٻارن جون بچڻ جون ڪوششون ۽ ڇانوَ واريءَ ٽوليءَ جي رانديگرن ٻاران کين جهلڻ لاءِ ڪيل اٽڪلون ۽ محنتون راند ۾ ڏاڍو چس پيدا ڪنديون آهن. جيڪڏهن ڪو رانديگر چانڊوڪيءَ واريءَ ايراضيءَ ۾ پڪڙجي پيو ته اهو ويهي رهندو. جڏهن اُس واري ٽوليءَ جا رانديگر جهلجي ويندا ۽ باقي هڪ ڄڻو وڃي بچندو، تڏهن اهو به از خود جهليل سمجهيو ويندو. ان ڪانپوءِ ڇانوَ ۾ ويٺل ٽوليءَ کي وارو ملندو ته اُس ۾ ويهن ۽ راند ساڳئي نموني سان شروع ڪن.

**اسلم پبليڪيشن لاڙڪاڻو**: هي اشاعتي ادارو ناليواري اديب ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي 1965ع ۾ پنهنجي پٽ ڊاڪٽر اسلم سنديلي جي نالي تي قائم ڪيو هو. جنهن پليٽ فارم تان هن پنهنجا ڪتاب، جهڙوڪ: ’انگي اصول‘، ’ٻهاڪن جي ٻاڙ‘ ۽ ’ڏهس نامو‘ وغيره ڇپايا.

**اسم اعظم ڪبريا از ملفوظات الاوليا** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب ڄام نبي بخش فردوسيءَ جو لکيل آهي، جنهن کي مرحوم سيد غلام حيدر شاهه ڪوثريءَ مرتب ڪيو آهي. ڪتاب جي ابتدائي صفحن تي ليکڪ ۽ مرتب جون تصويرون ڏنل آهن. هيءَ ڪتاب اسلامي عقيدن جي بجا آوريءَ ۽ ٻين مذهبي عقيدن جي چند چاڻ جي موضوع تي مبني آهي. ڪتاب ۾


٧٨٦
اسم اعظم کبریا
از
ملفوظات الاولیا

ليکڪ اسلامي مذهبي عقيدن ۽ ٻين مذهبن جي عقيدن جي ڀيٽ ۾ عقلي دليلن کان ڪم ورتو آهي. ڪتاب ۾ مذهبي حڪمن، پيغمبرن، ولين جي تذڪرن سميت قرآن پاڪ جي آيتن جا ترجما ۽ شاهه سائينءَ جا بيت به عنوانن جي نسبت سان ڪتب آندا ويا آهن. هن ڪتاب ۾ مشهور ڪتاب ”غنيت الطالبين“ ۽ ان جي مصنف شيخ عبدالقادر بغداديءَ سميت عباسي خليفن تي مفصل باب موجود آهي. ان ڪانسواءِ اسلامي حڪمن، نماز وغيره لاءِ به علمي بحث ڪيو ويو آهي. ڪتاب جي ليکڪ جو تعلق اهل تشيع جي مڪتبه فڪر سان آهي. هن ڪتاب ۾ حضرت محمد صلي الله عليه وسلم، حضرت عليؑ، حضرت امام حسنؑ، حضرت امام حسينؑ، حضرت بيبي فاطمة الزهراؑ، امام زين العابدينؑ، امام جعفرؑ، امام موسيٰ ڪاظمؑ، امام علي رضاؑ، امام محمد تقيؑ، امام علي نقيؑ، امام حسن عسڪريؑ بابت مختلف واقعن جي نسبت سان مختصر ۽ جامع مواد به آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 246 صفحا آهن. هيءَ ڪتاب محمد عثمان ڏيپلائي، قرآن پريس نزد زناني اسپتال مان ڄام نبي بخش فردوسيءَ جي خرچ سان ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪتاب جي قيمت 4 روپيا ڄاڻايل آهي.

**اشرف علي ٻرڙو**: استاد اشرف علي ولد احمد علي ٻرڙو 20 آگسٽ 1945ع تي قنبر شهر ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم 1956ع ۾ مين پرائمري اسڪول قنبر مان؛ 1962ع ۾ مئٽرڪ، ميونسپل هاءِ اسڪول قنبر مان، 1975ع ۾ انٽر، گورنمينٽ شاهه لطيف آرٽس ڪاليج قنبر مان، 1978ع ۾ بيچلر آف آرٽ (بي.اي) ۽ 1984ع ۾ ماسٽر آف آرٽس (ايم.اي) گورنمينٽ ڊگري ڪاليج رتيديري مان پاس ڪيائين. ان ڪانسواءِ ميونسپل اسڪول قنبر مان 67-1966ع ۾ ميوزڪ اينڊ سائنس (ڪلاسيڪ) ۾



پهرين پوزيشن ۽ اعظم طبيبيه ڪاليج حيدرآباد مان فاضل طب و الجراحت جو امتحان 1990ع ۾ پاس ڪري حڪمت جي سند حاصل ڪيائين. هو موسيقيءَ ۽ راڳ ۾ وڏو ماهر هو. استاد اشرف عليءَ موسيقي ۽ راڳ جي بنيادي سکيا پنهنجي والد استاد احمد علي خان ٻرڙي کان حاصل ڪئي، جڏهن ته سندس استاد ماسٽر حضور بخش خان هو. جيڪو خان صاحب امير خان پٽيالا جي گهراڻي جو شاگرد هو. استاد اشرف علي هارمونيم، جلترنگ، سرمنڊل، پياني، سائيڊ ڊرم، بينجي، نغاري ڪانسواءِ ڪيترائي ساز بهترين انداز سان وڄائيندو هو. هن 10 ورهيه حيدرآباد ريڊيو اسٽيشن تان ۽ 8 ورهيه خيرپور اسٽيشن تي پنهنجا فرض سرانجام ڏنا ۽ پنهنجو آواز عوام تائين رسايو. سندس ڪيترائي ڪلام سنڌيءَ ريت نشر

ڪيا ويا، هاڻي به ڪڏهن ڪڏهن سندن ڪلام نشر ڪيا وڃن ٿا. سندس اڪثر ڪلام پنهنجي وڏي ڀاءُ استاد محرم علي ٻرڙي سان ڳايل آهن، جيڪو به موسيقيءَ ۽ راڳ جو وڏو ڄاڻو آهي. موسيقيءَ ۽ راڳ ۾ سندس ڪيترائي شاگرد آهن.

**اصغر سنڌي**: ناميارو ليکڪ ۽ قومي ڪارڪن اصغر سنڌيءَ جو اصل نالو غلام اصغر ولد محمد آچر 'مجاهد' عباسي آهي. سندس جنم 05 آگسٽ 1963ع تي لاڙڪاڻي ۾ ٿيو. سندس والد پڻ پنهنجي دور جو هڪ ڪهنه مشق شاعر ٿي گذريو آهي. اصغر سنڌيءَ لکڻ جي شروعات 1980ع کان ڪئي. هن نثر ۾ گهڻو لکيو آهي، سنڌ ڌرتي ۽ قوم پرستي سندس تخليق جا اهم موضوع آهن. هن وقت تائين سندس چار ڪتاب 1. 'سنڌ جو سياسي سرطان'، 'توڪان هڪڙي ڳالهه پڇان'، 'سنڌ نامو' ۽ 'قومي تحريڪ جو منشور' ڇپجي پڌرا ٿي چڪا آهن. اصغر سنڌيءَ ڪجهه شاعري پڻ ڪئي. نوجوان شاعر عادل عباسي سندس ڀاءُ، نوجوان ليکڪ راجا ڏاهر عباسي ۽ نوجوان صحافي سرمد عباسي سندس فرزند آهن. اصغر سنڌي پاپوليشن ويلفيئر ڊپارٽمينٽ ۾ آفيسر آهي ۽ اڄڪلهه لاڙڪاڻي ۾ رهي ٿو.



**اظهار قاضي**: پاڪستاني فلم انڊسٽريءَ جي مشهور اداڪار اظهار قاضيءَ 1957ع ڌاري ڪراچي ۾ جنم ورتو. هن ابتدائي تعليم جامعه ڪراچي مان حاصل ڪئي ۽ اسٽيل مل ڪراچيءَ ۾ ملازم ٿيو. اداڪاريءَ جي شروعات 1984ع ڌاري پاڪستان ٽيلي ويزن جي ڊرامي 'ٽڪن' سان ڪيائين. ان ڪانپوءِ 1985ع ۾ هن هدايتڪار نظر شباب جي فلم "روبي" ۾ مرڪزي ڪردار ادا ڪيو. جنهن ڪانپوءِ هن ڪيترين ئي فلمن ۾ ڪم ڪيو جن ۾ 30 فلمون اردو ۾، 26 فلمون پنجابي ۾، 3 فلمون پشتو ۾ ۽ هڪ سنڌي فلم به شامل آهن. سندس آخري فلم "ايشيا ڪي ٽائيگر" هئي. هن 24 ڊسمبر 2007ع تي وفات ڪئي.



**اعجاز سمون**: مشهور ڪهاڻيڪار ۽ ڪالم نگار اعجاز علي ولد فتح علي سمون 2 آگسٽ 1963ع تي خيرپور ميرس شهر ۾ پيدا ٿيو. پرائمريءَ کان انٽر سائنس تائين تعليم خيرپور ۾ پرائڻ بعد چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج لاڙڪاڻي مان ڊاڪٽريءَ جي ڊگري ورتائين. ڊاڪٽر اعجاز سمي لکڻ جي شروعات 1993ع کان ڪئي. پهريائين ڪهاڻيون لکيائين. جنهن بعد ڪجهه ڊراما به لکيائين. جيڪي ريڊيو پاڪستان خيرپور، سنڌ ٽي وي ۽ ڪي. ٽي. اين تان نشر ٿي چڪا آهن. ڪهاڻين کان علاوه هن سياسي ۽ سماجي مسئلن تي ڪالم به لکيا آهن. جيڪي مختلف سنڌي اخبارن ۾ وقت به وقت شايع ٿيندا رهيا آهن. هن ڪجهه عرصو روزاني 'خبرون' اخبار ۾ هفتيوار ڪالم "سڪل ٻڙ جي ڇانوَ ۾" عنوان سان لکيا، جن پڙهندڙن ۾ هڪ علحده حيثيت ناهي. سندس ڪهاڻين جا به ڪتاب "ڪمري ۾ لڳل تصوير" (1998ع) (2) "فائيل ۾ بند ٿيل هڪ ڇوڪري" (2003ع) ۾ شايع ٿيل آهن. هن وقت تائين هن ڪيترائي اوارڊ، سرٽيفڪيٽ حاصل ڪيا آهن، جن ۾ سنڌي ادبي سنگت خيرپور اوارڊ، ٽيلينٽ فورم خيرپور اوارڊ، 1998ع ۾ قابل ذڪر آهن. هيءَ هن وقت سول اسپتال خيرپور ۾ ڊاڪٽر آهي.



**اعظم شاهه بقاپوري**: سيد محمد اعظم شاهه بقاپوري ڳوٺ بقاپور تعلقي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو. سندس تعلق بقاپور جي مشهور سيد گهراڻي سان هو. اعظم شاهه پاڪ- هند جي ورهاڱي کان اڳ جو شاعر ٿي گذريو آهي. محمد اعظم شاهه قرآن شريف ناظره ۽ به چار درجا سنڌي پڙهيل هو. شعر و شاعريءَ سان خاص چاهه هئس. سندس ڪيترو ئي ڪلام ڏوهيڙن، قطعن، غزلن ۽ ڪافين جي صورت ۾ مليو ٿو. سندس ڪلام 'ديوان اعظم' جي نالي سان لاڙڪاڻي جي مشهور پبلشر ويڙهومل ڪٽمل، ڪراچيءَ مان ليٿو پريس مان ورهاڱي کان اڳ ڇپائي پڌرو ڪيو هو. محمد اعظم بقاپوريءَ جي ديوان ۾ 66 ڪافين سان گڏ چار پنج دوها ۽ ڪجهه غزل پڻ شامل آهن. ورهاڱي کان ٿورو وقت اڳ وفات ڪري ويو هو. سندس ڪلام جو نمونو هن ريت آهي:

دوست لٽي ويو دلڙي، رمزن سان ريجهائي،
رمزن سان ريجهائي، غمزن سان ويو گهائي.
نيڻ نماڻا نرتون، يار ڪٺي پيو جنهن دم،
ساهه سيباڻا سرتيون، واهه وڻن پيا تنهن دم،

**افيئر (رسالو)**: پندرنهن روزه افيئر- نيوز مئگزين 2004ع کان ڊاڪٽر علي احمد رند جي ادارت هيٺ ڪراچيءَ مان شايع ٿي رهيو آهي. هن رسالي ۾ ملڪي، غير ملڪي توڙي صوبائي مسئلن بابت مواد کي اهميت سان شايع ڪيو ويندو آهي. هيءُ رسالو پهرين بليڪ اينڊ وائيٽ شايع ٿيندو رهيو جنهن کي اڳتي هلي مڪمل طور تي رنگين ڪيو ويو. ناليوارا اديب، تجزيه نگار ۽ ڪالم نگار هن رسالي ۾ لکندڙ آهن. هن رسالي ۾ بيباڪ تجزيا ۽ حالات حاضره بابت مضمون ڏنا وڃن ٿا. هن رسالي جي ٽيم ۾ همسفر گاڏهي، حميد سبزوئي، محسن ٻبر ۽ ٻيا شامل آهن.




**اقبال جوڳي**: مرليءَ جي فن ۾ عالمي شهرت رکندڙ فنڪار اقبال ولد ڪلامتي جوڳي 1925ع ڌاري ڳوٺ همباره، ضلعي خيرپور ميرس ۾ ڄائو. 35 سالن جي ڄمار ۾ پنهنجو اباڻو ڳوٺ ڇڏي سنڌ جي تاريخي شهر اروڙ



جي پرسان ديھ ٻنتاري ۾ اچي رهائش پذير ٿيو ۽ آخر تائين اتي مقيم رهيو. هيءَ غربت جي ڪري تعليم حاصل نہ ڪري سگهيو. ڪيس مرلي وڄائڻ جو فن پنهنجي والد ڪان ورثي ۾ مليل هو. هن مرلي وڄائڻ ۾ مسلسل تربيت استاد سدوري خان جوڳيءَ ڪان ورتي، جنهن سان گڏ ڪيترائي سال رهي رياضت ڪيائين. شروع ڪان وٺي مرلي وڄائڻ ۾نوان لاڙا ۽ سرپيدا ڪرڻ سندس شوق رهيو. هن پهريون ڀيرو 1962ع ڌاري جيڪب آباد جي هڪ ميلي ۾ مرلي وڄائڻ جو نهايت شاندار مظاهرو ڪيو جتي هن کي تمام گهڻو داد مليو. 1964ع ۾ ميرپور بٺوري جي ميلي ۾ سندس مقابلوان وقت جي مشهور مرلي نواز "ڪاري جوڳي"، "ناٿي جوڳي" ۽ "رمضان جوڳي" سان ٿيو جنهن ۾ هن ڪاميابي ماڻي. ان ڪاميابيءَ ڪانپوءِ ڪيس سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ شاندار مرلي وڄائيندڙ جي حيثيت ملي ۽ مشهور ٿيو. سندس مرلي وڄائڻ جي فن ڪان سنڌ جو نامور اديب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ تمام گهڻو متاثر ٿيو جنهن هن کي ريڊيو تي متعارف ڪرايو. ريڊيو تي مقبوليت ڪانپوءِ ڪيس عبدالڪريم بلوچ پي. ٽي. ويءَ تي متعارف ڪرايو. اقبال مرليءَ تي 17 سُر نهايت مهارت سان وڄائي ويندو هو. هن 1974ع ۾ اسلام آباد ۾ ٿيل ثقافتي ميلي ۾ مرلي وڄائي اتي ويٺل سفيرن کي حيران ڪري ڇڏيو. اقبال جوڳي شاھ عبداللطيف ڀٽائي، سچل سرمست، بيدل فقير، رکيل شاھ ۽ ريجھ علي شاھ جو ڪلام ڳائيندو هو. هن 16 اپريل 1987ع تي وفات ڪئي.

**اڪال ڳڙھ** (Akal Garh): سنڌو تهذيب جي پوئين دور سان واسطو رکندڙ هيءَ ماڳ "17 '07 °29 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ "32.4 '27 °76 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي، هندستان جي صوبي هرياڻہ جي ضلعي جند ۾ جولانا شهر ڪان اٽڪل 6 ڪلوميٽر ۽ جند شهر ڪان 29 ڪلوميٽر پري ڪنڊرن جي صورت ۾ موجود آهي. ڳوٺ ڪان 200 ميٽر اتر طرف هي ڊڙو ٻن هيڪٽرن (4.94 ايڪڙن) تي پکڙيل آهي. هيءَ ڊڙو بيضوي شڪل جو، گهڻي ڀاڱي پوکيءَ هيٺ اچي چڪو آهي. صرف 1.67 هيڪٽرن (4.13 ايڪڙن) تي باقيات موجود آهي. هتان سنڌو تهذيب جي پوئين دؤر جو ٺڪرائو مٽيا، سڀن مان ٺهيل چوڙين جا ٽڪر مليا آهن. هيءَ ڊڙو 0.5 ميٽر اوچو آهي.

**اڪبر آشرم لاڙڪاڻو**: هيءَ ادارو مشهور صوفي، ويدانتي شاعر ۽ اديب امرت راءِ جڻ سنگهاڻي 'سامر' 9 اپريل 1930ع تي قائم ڪيو. هن اداري پاران ماهوار رسالو 'رهاڻ' جاري ڪيو ويو. ان ڪان سواءِ هن اداري پاران امرت راءِ جڻ سنگهاڻي 'سامر' جا ڪجھ ڪتاب: 'پينو جي سوغات'، 'اتم باغ'، 'ديوان سامر'، 'دل جو جام'، 'ايڪا جو آواز'، 'تون ۽ مان' پڻ ڇپايا ويا. ان ڪان علاوه سامر جي ڌرم پتني ڊاڪٽر سرلا ديويءَ جي ڊائري 'جيتامڙي جي ڊائري' صوفي ڏٺي بخش ۽ ڊاڪٽر سرلا ديوي جو لکيل 'سامر سان گڏ ٻہ ٽي گهڙيون' ۽ ڏٺي بخش سهاڳ جو 'اڪبر آشرم ٽريڪٽ' 1943ع ۾ ڇپايا ويا. سامر جا ڪجھ انگريزي ڪتاب بہ هن اداري ڇپايا آهن.

**اڪٽڙ عاربي ڳوٺ**: سيوهڻ ڪان اٽڪل پندرنهن ميلن جي فاصلي تي اتر اولھ ۾ ايئرپورٽ ڀرسان منڇر ڍنڍ جي بچاءَ بند سان لاڳيتا ٻہ ٽي ڳوٺ آباد رهيا آهن. هي ٻئي ڳوٺ ملاحن جا آباد ڪيل آهن. اڪٽڙ نالو پوڻ بابت ٻڌايو وڃي ٿو تہ اتي اڪ نالي ملاح جو ٽڙ (مڇي مارڻ جو يا وهنجڻ جو هنڌ) هو جنهنڪري ڳوٺ جو نالو 'اڪٽڙ' پئجي ويو. اهڙي طرح عارب نالي ڀنيان 'عاربي ڳوٺ' نالو پيو. ٻئي ڳوٺ هڪٻئي جي ويجهو هئڻ ڪري 'اڪٽڙ عاربي' مشهور آهن. هن ڳوٺ جي اهميت اها آهي تہ مخدوم بلاول کي هن ڳوٺ جي ڀرسان گهاٽي ۾ پيڙايو ويو. مغلن جي دؤر ۾ هي ڳوٺ اوج تي هئا. اڪبر جي نون رتنن مان شيخ ابو الفضل ۽ ملان فيضي پٽ قاضي مبارڪ هن ڳوٺ 'اڪٽڙ' جا هئا.

**اگهوتري (اخبار)**: هن روزاني اخبار جو پهريون پرچو 9 جنوري 1937ع تي لاڙڪاڻي مان جاري ٿيو. هن اخبار جو ايڊيٽر هرچومل بيڪچند هو. هيءَ اخبار هڪ ئي وقت سنڌي، اردو، هندي، گجراتيءَ ۾ نڪرندي هئي. اخبار جي هيڊ آفيس جيلس بازار لاڙڪاڻي ۾ هوندي هئي. اخبار جو ساليانو چندو ٽي روپيا هو. هن اخبار جون 60 ڪاپيون نڪرنديون هيون.

**الاخوان المسلمين (رسالو)**: هيءَ ماهوار رسالو 1899ع ۾ لاڙڪاڻي مان جاري ٿيو جنهن جو سرپرست پير مظهر الدين شاھ راشدي هو. هيءَ رسالو مطبع مظهر العجائب ٿلاھ ڳوٺ، ڏوڪري پريس مان ليٿو مشين تي شايع ٿيندو هو. هيءَ رسالو خاص طور ديني تبليغ جي سلسلي جي هڪ ڪڙي هو. رسالي ۾ مذهبي مواد سان گڏ عالمن، اديبن ۽ شاعرن جا مضمون، مولود، مناجاتون، غزل پڻ شايع ٿيندا هئا. هن رسالي جو ساليانو چندو اڍائي روپيا هو. ڪجھ عرصي بعد بند ٿي ويو.

**الاهي بخش ٻانيڻ**: ناميارو سياستدان رئيس الاهي بخش ولد رئيس جلال الدين ٻانيڻ جو جنم 1934ع ڌاري ڳوٺ ڪنڌيارو، تعلقي فيض گنج، ضلعي خيرپور ۾ ٿيو. برصغير تي انگريزن جي حڪومت انهن جي ڏاڍ ۽ ڏهڪاءَ خلاف پوري برصغير جي حريت پسندن پوري جاھ ۽ جلال سان منظم تي جنگ جوٽي تہ هيءَ بہ انگريزن جي ڪٽر مخالف مرد مجاهد سيد صبغت الله شاھ "سورهيہ بادشاھ" جي لشڪر ۾ شامل ٿيو. جنهن جي ڪري ڪيس جيل جون سخت اذيتون بہ برداشت ڪرڻيون پيون.



ان وقت الاهي بخش ٻانيڻ ناز هاءِ اسڪول خيرپور ۾ ٻيو درجو انگريزي پڙهندو هو. والد جي وفات ڪانپوءِ ننڍي عمر ۾ ئي گهر جي ذميوارين جي ڪري وڌيڪ تعليم حاصل نہ ڪري سگهيو. هن سياسي زندگيءَ جي شروعات مسلم ليگ ۾ شموليت اختيار ڪرڻ سان ڪئي. هيءَ صدر ايوب خان جي حڪومت ۾ ويسٽ پاڪستان اسيمبليءَ جو ميمبر پڻ رهيو. 1970ع واري اليڪشن ۾ آزاد اميدوار جي حيثيت سان پ. پ. پ جي نامزد اميدوار ملوڪ شر کي شڪست ڏئي ميمبر چونڊيو. هيءَ اڳتي هلي پيپلز پارٽي ۾ شامل ٿيو. سنڌ جي مفڪر ۽

قومي اڳواڻ سائين جي. ايم سيد سان ويجهڙائپ ۽ رسول بخش انڙ جي رفاقت کيس قومپرست ڪري ڇڏيو هن 1972ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ بابت بل پيش ڪيو. هن ڪنب ڪان ڪوٽ لالو لنڪ روڊ، فيض گنج تعلقي ۽ ٺري ميرواهه تعلقي ۾ بجليءَ جي سهوليت ڏياري. هن 9 مئي 1989ع تي وفات ڪئي.

**الاهي بخش ٻٽي**: زرعي ماهر الاهي بخش ولد محمد ٻٽيءَ جا وڏا اصل خيرپور رياست جا هئا، بعد ۾ ڪوٽڙيءَ ۾ اچي رهيا. سندس والد سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ملازمت ڪندو هو جنهن کيس اعليٰ تعليم ڏياري. الاهي بخش ٻٽي سنڌ زراعت کاتي ۾ زرعي تحقيقي شعبي جو ڊائريڪٽر جنرل ۽ زرعي يونيورسٽي ٽنڊو ڄام جو اڍائي سالن تائين وائيس چانسلر تي رهيو. جتي هن ڪيترائي زرعي تجربا ڪيا. زرعي ماهر هئڻ ڪري کيس دنيا جا ڪيترائي ملڪ گهمڻ جو موقعو مليو. هن ڪيترن ملڪن ۾ نوان تجربا متعارف ڪرائي سنڌ جو نالو روشن ڪيو. کيس ڪيترن ئي ملڪن اعزازي ڊگريون بہ ڏنيون ۽ سندس قابليت عيوض عالمي شخصيتن جي ڊائريڪٽري Who is Who ۾ پڻ سندس نالو شامل ڪيو ويو. زراعت تي ڪافي ڪتاب سنڌي، اردو ۽ انگريزيءَ ۾ لکيل اٿس، جيڪي يورپي ملڪن ۾ بہ مختلف ٻولين ۾ ڇپيا آهن. هن وقت ڪوٽڙيءَ ۾ رهائش پذير آهي.

**الاهي بخش خميساڻي، جسٽس**: سنڌ جي نامور قانوندان الاهي بخش خميساڻيءَ 10 فيبروري 1914ع تي خيرپور ۾ جنم ورتو. 1955ع ۾ سنڌ صوبي جو قائم مقام ايڊووڪيٽ جنرل، 1957ع ۾ اولهہ پاڪستان جو ايڊيشنل ايڊووڪيٽ جنرل ۽ 1958ع کان 1969ع تائين اولهہ پاڪستان جو ايڊيشنل ايڊووڪيٽ جنرل رهيو. هن 2 جنوري 1969ع ڌاري خيرپور ۾ وفات ڪئي.

**البصائر (ڪتاب)**: فلسفي جي موضوع تي عربيءَ ۾ تصنيف سنڌ جي هڪ وڏي عالم ۽ عارف مخدوم بصرالدين صديقي سيوهاڻيءَ (1863ع-1938ع) جي آهي ۽ سندس حياتيءَ ۾ هڪ دفعو عباسي ليٿو آرٽ پريس فريئر روڊ ڪراچي مان ڇپيو هو.




جنهن کي بعد ۾ مخدوم سليم الله صديقي مقدمي/سوانح ۽ سنڌي ترجمي سان اداره پاٽ هاؤس طرفان شايع ڪرايو. هن ڪتاب ۾ محقق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکي ٿو تہ: "سنڌ ۾ مخدوم بصرالدين ٻهريون عالم هو جنهن کي اسلامي ۽ مغربي علوم ۾ دسترس حاصل هئي. ڪانئس پوءِ اها علمي فضيلت ۽ عظمت علامہ آءِ آءِ قاضي کي عطا ٿي. ٻنهي جو سنڌ جي وڏي علمي مرڪز پاٽ سان تعلق هو."

**البيلي (فلم)**: هيءَ سنڌي فلم ٻٽائي فلمز جي پيشڪش سان 1973ع ۾ عيدالفطر جي موقعي تي رليز ٿي. هن فلم جو هدايتڪار غلام حيدر صديقي، پروڊيوسر آر. بي. چوڌري ۽ موسيقار غلام علي هو. فلم ۾ ڪرن، عشرت چوڌري، مشتاق چنگيزي، عبدالحق ابڙي، سڪندر ۽ قربان جيلانيءَ اداڪاري ڪئي. فلم شاليمار سئنيما حيدرآباد، ايمپائر سئنيما لاڙڪاڻي ۽ شاهہ ٽاڪيز سئنيما ٽنڊو آدم ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

**الجي (Algae)**: الجي ٻوٽن جي دنيا ۾ سادي ۾ سادو گروپ آهي. هي روشنائي ترڪيب وسيلي پنهنجو کاڌو پاڻ ناهي ٿي. ٻين ٻوٽن وانگر هن ۾ بہ سائو مادو 'ڪلوروفل' ٿئي ٿو هن جي اصل جاءِ پاڻي آهي ۽ هي مٺي



ٿوري کاري پاڻي ۾ پيدا ٿئي ٿي. اهڙي طرح هي وهندڙ ندي، نالن، ڍنڍن ۽ سمنڊ ۾ ٿئي ٿي. الجي عام طرح پاڻي ۾ ترندي رهي ٿي يا پٿرن وغيره سان چنبڙيل هوندي آهي. بناوت جي لحاظ کان الجي ٻن قسمن جي يعني هڪڙي هڪ گهرڙي واري ۽ ٻي گهڻن گهرڙن واري ٿئي ٿي. نيري سائي الجي ڪانسواءِ الجي جي ٻين سيني گروهن ۾ گهرڙي جي اندر نيوڪليس ۽ ٻيون بناوٽون موجود ٿين ٿيون. هي روشنائي ترڪيب وسيلي پنهنجو کاڌو پاڻ ناهي ٿي. ڪجهہ گهڻ گهرڙن واري الجي جي بناوت ڌاڳي نما Fintamentous جهڙي ٿئي ٿي.

الجي جون 20000 کان بہ وڌيڪ جنسون ٿين ٿيون. جن کي رنگن ۽ بناوت جي بنياد تي مختلف گروهن ۾ ورهايو ويو آهي، جيئن ڪلئميڊو موناس يا گهڻ گهرڙن وارا يولو ٿرڪس ۽ اسپائرو گائرا ٿين ٿا. پاڻي واري ماحول ۾ ٿيندڙ روشنائي ترڪيب جو تقريباً 90 سيڪڙو الجي جي ڪري ٿئي ٿو انهيءَ عمل جي دوران پيدا ٿيندڙ آڪسيجن مان ٻوٽا ۽ جانور ساهہ کڻندا آهن. الجي روشنائي ترڪيب وسيلي صرف پاڻ لاءِ خوراڪ پيدا ڪندا آهن. پر انهيءَ ماحول ۾ رهندڙ جانورن لاءِ کاڌي جو وڏو ذريعو آهي. اهڙي طرح هي پاڻي جي غذائي زنجير ۾ بنيادي حيثيت رکي ٿو.

**الحجة القويتہ في جواب الرسالتہ الحلفيتہ (ڪتاب)**: سنڌ جي نامور عالم مخدوم محمد جعفر بوبڪائيءَ جو هيءُ ڪتاب پنهنجي دور جي هڪ همعصر عالم ۽ محدث، قاضي قاسماڻي پاٽائيءَ جي ڪتاب "الرسالت الحلفية" جي رد ۾ تصنيف ڪيل آهي. هن ڪتاب ۾ طلاق جي اهم مسئلي تي مخدوم صاحب نهايت ئي عالماڻي ۽ فلسفياڻي نموني بحث ڪيو آهي.

**الحزب الاعظم** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب حضور نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي دعائن ۽ دلائل الخيرات جو مجموعو آهي. جنهن جو سنڌي ترجمو علامہ مفتي محمد رحيم سڪندري ڪيو آهي. هي ڪتاب ملا علي قاريءَ جو ترتيب ڏنل آهي. هن ڪتاب ۾ پير سائين پاڳاري شاهہ مردان شاهہ (ثانيءَ) جي دستخط سان دعائيہ ڪلما، دعا جي حقيقت ۽ فضيلت تي لکيل ڊاڪٽر مسعود احمد جو مقدمو بہ شامل آهي. هن ڪتاب جو هي ڇوٿون ڇاپو 1431هہ/2010ع ۾ قاضي عبدالقدوس راڄڙ ڇپايو آهي. ڊيمي سائيز، چار رنگي ٽائيٽل ۽ پڪي جلد جي هن ڪتاب جي ڪا بہ قيمت نہ رکي وئي آهي.




**الحقاف** (سورة): هيءَ قرآن مجيد جي مڪي سورة آهي. هن سورة ۾ آسماني ڪتابن، والدين جي حقن، رڻ پٽن ۽ ريگستانن ۾ حضرت هود عليہ السلام جي تبليغ، خدا پرستيءَ کان انڪار تي سندس امت تي خطرناڪ طوفان جي اچڻ ۽ ان قوم ۽ سندن شهرن جي تباهہ ٿيڻ جي قصن ۽ پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي صبر جي هدايت جو ذڪر آهي.

**الحقيقت** (اخبار): الحقيقت هفتيوار اخبار ميان غلام سرور "فقير" قادري 1922ع ۾ لاڙڪاڻي مان جاري ڪئي، هيءَ هڪ سياسي اخبار هئي، پر هن اخبار مسلمانن ۾ سياسي سجاڳي پيدا ڪرڻ سان گڏ، سنڌي ادب خاص طور سنڌي غزليہ شاعريءَ کي ترقي وٺرائي. هن اخبار جي جاري ٿيڻ تي اديبن ۽ شاعرن کي تمام گهڻي خوشي ٿي. ڪن عالمن، اديبن ۽ شاعرن فارسي ۽ سنڌي زبان ۾ ان جي جاري ٿيڻ تي قطع تاريخون چيون. هيءَ اخبار هر ڇنڇر تي "قادريہ پريس" لاڙڪاڻي مان ڇپجندي هئي. هن اخبار ۾ 'مراسلا'، 'ملاحظات'، 'رفتار زمانہ' ۽ 'اوراق پارينہ' مستقل ڪالم هوندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن "قلندري ڏنڊو" ۽ "فلمي دنيا" وغيره عنوانن هيٺ بہ دلچسپ مواد شايع ٿيندو هو. اخبار جي پهرئين صفحي تي اهم خبرن سان گڏ گهڻو ڪري ڪنهن شاعر جو چونڊ ڪلام ڏنو ويندو هو. اندرين صفحن ۾ بزم مشاعره لاڙڪاڻي جي ڪارروائي ۽ شاعريءَ جو انتخاب ۽ ايندڙ مشاعري جي طرح ڏنل هوندي هئي. هن اخبار ۾ سياسي ۽ مقامي خبرن کان علاوه مشاعرن ۽ ادبي ڪانفرنسن جون ڪارروايون باقاعدگيءَ سان شايع ٿينديون رهنديون هيون، ان کان سواءِ وقت بوقت ان دؤر جي شاعرن جو ڪلام بہ شايع ٿيندو رهندو هو. مشهور شاعر فقير هدايت علي تارڪ جا غزل بہ اڪثر هن اخبار ۾ شايع ٿيندا هئا. نياز محمد شيخ پنهنجي هڪ مقالي ۾ "الحقيقت" اخبار بابت لکي ٿو تہ: "اخبار جو ايڊيٽر ميان غلام عباس 'جوش' هو، پر اخبار جي ڪم ۾ ميان غلام سرور سندس مددگار هوندو هو. ميان غلام سرور جي ڪلام جي رواني غضب جي هوندي هئي.

**الراشد پبلڪيشن قنبر**: پير تراب علي شاهہ 1936ع ۾ 'الراشد' نالي قنبر مان ماهوار اشاعتي سلسلو جاري ڪيو هو. هن اشاعتي سلسلي ۾ ديني ۽ سياسي نوعيت جو مواد شايع ٿيندو هو.

**الرحيم پبليڪيشن لاڙڪاڻو**: ڊاڪٽر ميمڻ عبدالغفور سنڌي ۽ ميمڻ غلام مصطفيٰ مشتاق 1978ع ۾ 'الرحيم پبلڪيشن' نالي هڪ اشاعتي ادارو قائم ڪيو. هن اداري غلام مصطفيٰ جو ڪتاب: 'سستو خون مهانگا جذبا' ڊاڪٽر ميمڻ عبدالغفور سنڌي جا 'شرح ڪليانڻ'، 'سليس سنڌي گرامر' سميت ڪيترائي ٻيا ڪتاب ڇپايا.

**الطاف پيرزادو**: مشهور صحافي ۽ ليکڪ الطاف پيرزادي، 12 آڪٽوبر 1972ع تي ڳوٺ ٻلهڙيجي، تعلقي ڏوڪري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. هن پرائمري تعليم ڳوٺ مان ۽ مئٽرڪ گورنمنٽ هاءِ اسڪول ڏوڪريءَ مان (1991ع) پاس ڪئي. شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور مان 2006ع ۾ صحافت شعبي ۾ ماسٽرس ڪيائين. هن جنوري 1993ع کان روزاني اخبار 'جاڳو' ڪراچيءَ ۾ پروف ريڊر طور ڪم ڪيو. بعد ۾ روزاني عوامي آواز ۽ روزاني سنڌ (حيدرآباد) ۾ سب ايڊيٽر رهيو. ان سان گڏ روزاني سنڌ حيدرآباد جو لاڙڪاڻي لاءِ بيورو چيف (1996ع)، روزاني تعمير سنڌ ڪراچي/سکر جو لاڙڪاڻي لاءِ بيورو چيف (1998ع)، روزاني تعمير سنڌ جو ڪراچيءَ لاءِ بيورو چيف (2000ع) بہ رهيو ۽ 2002ع ڌاري روزاني 'ڪاوش' حيدرآباد جو سب ايڊيٽر رهيو. 2002ع ڌاري ايسوسيئيٽيڊ پريس آف پاڪستان ڪارپوريشن (اي. پي. پي) ۾ رپورٽر ۽ ٽرانسليٽر طور ملازمت اختيار ڪيائين. 2009ع ۾ ريڊيو پاڪستان ۾ خبرن واري شعبي لاءِ سب ايڊيٽر چونڊيو ويو. 2010ع واري ٻوڏ ۾ رپورٽنگ ڪرڻ تي مجتا طور ڪيس ريڊيو پاڪستان طرفان چين جي شهر شنگهائيءَ ۾ صحافين لاءِ 13 کان 27 سيپٽمبر 2010ع تائين ڪورس ۾ شرڪت لاءِ موڪليو ويو ۽ ڪيس سال جي بهترين رپورٽر جي اوارڊ سان بہ نوازيو ويو. 1998ع ۾ عالمي نشرياتي اداري بي. بي. سي ٽيليويزن سان ڪاروڪاري رسم بابت دستاويزي فلم لاءِ گائيڊ طور ڪم ڪيائين ۽ ريڊيو پاڪستان لاءِ سنڌ ۾ 'ينگ لاءِ اغوائون' جي عنوان تي ڊاڪيومينٽريون بہ تيار ڪيائين. هن وقت ريڊيو پاڪستان لاڙڪاڻي جو سب ايڊيٽر آهي.



**الطاف سمو**: ناليوارو راڳي الطاف حسين ولد ارباب علي سمو پهرين جنوري 1971ع تي شهدادڪوٽ ۾ پيدا ٿيو. سندس تعليم پرائمري آهي. هن ڳائڻ جي شروعات 1985ع ۾ اسٽيج کان ڪئي. ڳائڻ ۾ سندس استاد نواب علي شيخ ۽ محمد بخش ماڇي آهن. پهرين ريڊيو پاڪستان خيرپور تي ڪيس پروڊيوسر ۽ ناليواري شاعر مختيار ملڪ متعارف ڪرايو. سنڌ جي مختلف ريڊيو اسٽيشنن تي الطاف سمي جا 50 کان وڌيڪ ڪلام رڪارڊ ٿيل آهن. هن جو واسطو نهايت ئي غريب گهراڻي سان آهي. سندس



لاڙڪاڻي شهر ۾ ميوزڪ اسٽوڊيو پڻ آهي. مختلف فنڪارن احمد مغل ۽ عاشق نظامانيءَ جون ڳايل ڪيترين ئي ڌنون سندس ڪمپوز ڪيل آهن. هن وقت تائين سندس 15 آڊيو ۽ 2 وڊيو البم اچي چڪا آهن. سندس ڪيترا ڪلام ڪافي مشهور آهن. هن سنڌ جي نامور شاعرن شاهه عبداللطيف ڀٽائي، سچل سرمست، شيخ اياز، سرڪش سنڌي، جواد جعفري ۽ ٻين کي خوب ڳاتو آهي.

**الف شاهه شهيد ۽ مست علي شاهه**: حضرت سيد الف شاهه شهيد جو شمار تيرهين صدي هجري جي بزرگن ۾ ٿئي ٿو. الف شاهه شهيد بخاري ساداتن مان هو ۽ مدرسي ۾ پڙهندو هو. مٿس ذڪر الاهيءَ جو گهڻو جذبو هو. ان وقت شهر جي رئيسن (جنهن جي نالي سان شڪارپور جي اوڀر طرف رئيس واهه به موجود آهي،) جون جايون مدرسي جي پرسان هونديون هيون. الف شاهه کي رئيس وڏيرن جي هڪ ڇوڪريءَ سان مجازي عشق لڳو. مجازي عشق جذب کي وڌائي ڇڏيو. رئيسن کي اها ڳالهه ڳري لڳي، سو منصوبو ناهي کيس دوکي سان ڳڙهي ياسين روڊ تي گهرائي قتل ڪري ڇڏيو. شاهه صاحب پنهنجي همه سبق ساٿيءَ مست علي شاهه کي خواب ۾ ٻڌايو ته: ”مون کي ناحق قتل ڪري، دستيءَ واري مسجد لڳ اڇليو ويو آهي، مون کي اتان ڪڍائي فلاڻي جاءِ تي دفن ڪرايو.“ ٻئي ڏينهن سندس جسد خاڪي کي ڪڍائي موجوده مدفن واري جاءِ تي نهايت ئي عزت ۽ احترام سان دفن ڪيو ويو. حضرت الف شاهه شهيد جي مزار ڳڙهي ياسين روڊ تي شڪارپور جي نوشهري در جي اڀرندي پاسي آهي.

**الڪا ڪيسواڻي**: الڪا ڪيسواڻي، انٽرنيٽ ذريعي سنڌي کاڌن جو سواد ۽ تيار ڪرڻ جو طريقو ٻڌائڻ واري پهرين سنڌي عورت آهي. الهاس نگر انڊيا جي رهواسڻ الڪا ڪيسواڻي مائيڪرو بايولاجيءَ ۾ ماسٽرس ڪئي آهي. کاڌي پچائڻ جي تربيت هن پنهنجي ماءُ کان ورتي، جيڪا بهترين بورچياڻي (Cook) آهي. الڪا ڪيسواڻيءَ جو گهر وارو ديپڪ هڪ ٽيڪنيڪل آرڪيٽيڪٽ آهي، جيڪو سنڌي سماج جي بهبوديءَ لاءِ ڪافي ڪم ڪري ٿو. اُن جو خيال آهي ته هند جي سنڌي ماڻهن وٽ پنهنجي ڄَڙن سان جوڙيندڙ ڪا به شيءِ نه بچي آهي. هو چاهي ٿو ته انٽرنيٽ ذريعي سنڌي ماڻهو هڪٻئي کي سڃاڻي سگهن ۽ هڪٻئي کان ڪجهه سِکن، پوءِ چاهي اُها ٻولي هجي، ڪلچر هجي، اتهاس هجي، سنگيت هجي يا وري سنڌي کاڌو هجي. تنهنڪري ديپڪ، الڪا کي همٿايو ته هوءَ روزمره جي کاڌن ۽ طعامن جي سنڌي ماڻهن توڙي دنيا کي ڄاڻ ڏئي ۽ ائين انٽرنيٽ ذريعي سنڌي رسوئيءَ (Sindhi Rasoi) جي شروعات ڪئي وئي. الڪا ڪيسواڻيءَ هي سفر 29 جنوري 2008ع کان شروع ڪيو آهي، جيڪو ڏسندي ڏسندي ئي تمام گهڻي شهرت ۽ ڪاميابي ماڻي ويو. الڪا جهڙي



گهريلو ۽ انٽرنيٽ جي ڄاڻ نه رکندڙ ڇوڪريءَ لاءِ جيتوڻيڪ هي ڪم ڏاڍو ڏکيو هو ته هوءَ کاڌن جون تصويرون ڪڍي، جنهن جي مهارت کيس حاصل نه هجي، جيئن کاڌن جي اصل رنگت ۽ خاصيت کي عڪس ڪري سگهجي ۽ ترڪيب کي خاص انداز ۾ لکڻ ۽ پوءِ اُهي سموريون شيون ويب سائيٽ تي پوسٽ ڪرڻ وغيره وغيره. پر جلد ئي الڪا اُنهيءَ شعبي ۾ مهارت حاصل ڪري ورتي ۽ دنيا کي پاڻ ڏانهن متوجهه ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي وئي. ٽن سالن جي عرصي ۾ الڪا ڪيسواڻي 175 کاڌن جون ترڪيبون پنهنجي ويب سائيٽ تي پوسٽ ڪري چڪي آهي جنهن جي بدلي ۾ الڪا ڪيسواڻيءَ کي سوين هزارين اِي ميلز موصول ٿيون آهن، جن ۾ سندس ڪم کي ساراهيندي سندس ٿورا مڃيا ويا آهن. اُن ڪانسواءِ الڪا ڪيسواڻي کي سنڌين کان علاوه غير سنڌين، انگريزن، آمريڪين، فرينچ ۽ ٻيون ٻوليون ڳالهائيندڙن جون اِي ميلز مليون آهن، جيڪي سنڌي کاڌن بابت وڌيڪ ڄاڻ حاصل ڪرڻ چاهين ٿا.

**الڪ نئن**: هيءَ ڪوهستان جي مشهور نئن آهي، جنهن تي چانڊين، ٻرڙن، گانگهچن، ڇتن، باريجن جون زمينون آباد ٿين ٿيون.

**الڪ واهه** (ماڳ): پوڙيسر مندر وٽ هڪ کوهه آهي، جنهن کي ”الڪ واهه“ چون ٿا. جنهن جي معنيٰ آهي: ”غيبي يا لڪل کوهه“. روايت آهي ته ان چشمي جي پاڻيءَ ۾ ايتري شفا هئي جو ڪوڙهه جا مريض اتي وهنجي صحتيابي حاصل ڪندا هئا. پارڪر جو هڪ راڻو چندن سنگهه ڪوڙهه ۾ مبتلا هو ته هن کي به ان چشمي جي پاڻيءَ سان وهنجاريو ويو هو. هن وقت به اهو ماڳ ننگرپارڪر جي تفريحي ماڳن ۾ شمار ٿئي ٿو.

**المڪتوب الحبيب** (ڪتاب): المڪتوب الحبيب ڪتاب، محمد قاسم غازياڻي ٽي 1332هه/1914ع ۾ تحرير ڪيو. جنهن جو روحاني تعلق سيوهڻ جي مخدوم صاحبن سان هو ۽ مخدوم حبيب الله سيوهاڻي جو مريد هو. مرشد جي نالي پٺيان ڪتاب جو نالو ’المڪتوب الحبيب‘ رکيائين. پير حسام الدين راشدي حديقه اولياء جي مقدمي ۾ هن ڪتاب جو نالو ”رسالهِ حبيبيه“ لکندي ان جو تعارف هنن لفظن ۾ ڪيو آهي: ”رسالهِ حبيبيه مخدوم حبيب الله پاٽائي (سيوهاڻي) تاليف 1300هه کان بعد، هي تذڪرو پاٽ ۽ سيوهڻ جي صديقي مخدومن جي احوال ۾ آهي. اهي بزرگ شيخ شهاب الدين سهرورديءَ جي اولاد مان آهن. ابتدا ۾ شيخ جي نسب جو بيان آهي. شيخ عيسيٰ سنڌي برهانپوري ۽ مخدوم نوح هالائي جو نسب پڻ ڏنل آهي. تذڪره مان معلوم ٿئي ٿو ته مخدوم عباس هنگورجائي پاٽائي حضرت مسيح الاوليا (شيخ عيسيٰ) جو چاچو هو. هن ۾ مخدوم نوح جي نسب تي ڪافي بحث ٿيل آهي. سرهندي بزرگن مان شاهه صفي الله ڪابلي جي سوانح ۽ سندس تعليمات ۽ سنڌ اندر سندس سلسلي تي چڱو مواد ملي ٿو. مخدوم محمد ابراهيم ٺٽوي (مڏئي واري) ۽ مخدوم عبدالواحد ڪبير ۽ صغير جي احوال تي پڻ روشني پيل آهي.“

ان نسخي جو اصل مخدوم سليم الله صديقي جي ڪتب خاني ۾ محفوظ آهي. جنھن ان تي مقدمو ۽ حاشيہ لکي سنڌي ادبي بورڊ کان شايع ڪرايو.

**المنظر سئنيما** (لاڙڪاڻو): هيءَ سئنيما لاڙڪاڻي شهر ۾ اسٽيشن روڊ تي 1972ع ڌاري ٺاهي وئي. هن سئنيما ۾ ويهڻ لاءِ 900 سيٽون هيون. هيءَ سئنيما لاڙڪاڻي جي بهترين سئنيما هئي. جنھن جي پٽين تي



خوبصورت ڊزائين ۾ نهيل پلاسٽر آف پيرس جون سرون لڳل هيون ۽ ڇت جي وچ ۾ فانوس نصب ٿيل هو. هيءَ ايئرڪنڊيشنڊ سئنيما هئي. هن سئنيما ۾ "سوڍا پٽ سنڌ جا" (1947ع) سميت پيون سنڌي فلمون پڻ هلايون ويون. هيءَ سئنيما 4 جون 2006ع تي ڊاٺي وئي. هاڻ هن سئنيما جي جاءِ تي فاسٽ فوڊ سينٽر ۽ هڪ هوٽل ٺاهيو ويو آهي.

**المهراڻ آرٽ ڪلب**: هن آرٽ ڪلب جو بنياد شهدادڪوٽ ۾ 1977ع ڌاري ناليواري شاعر، ڊراما نگار احمد علي صابر چانڊيي وڌو، جنھن جا بنيادي ميمبر گل منير گل، ايم يونس راهي، مدد علي وفا، احمد علي دايو، حبدار منگي، نياز حسين نياز، اختر ناز، عارف ۽ ٻيا هئا. هن آرٽ ڪلب پاران ڪافي ڊراما اسٽيج ڪيا ويا، جن ڪافي مقبوليت ماڻي. هيءَ آرٽ ڪلب اڄا بہ شهر ۾ قائم آهي پر اهو اوج نہ اٿس.



**الم ۽ قصيده برده شريف** (ڪتاب): مخدوم محمد شفيع صديقي پاٽائي (1835ع-1898ع)، قاضي ميان احمدي جو فرزند ۽ مخدوم ميان علي گوهر(اول) جو ننڍو ڀاءُ هو. پاڻ عالم، فاضل، شاعر ۽ صوفي بزرگ هو. مخدوم صاحب جا ٻہ اهم قلمي نسخا مخدوم سليم الله صديقي جي ڪتب خاني ۾ محفوظ آهن. جن مان هڪڙو تفسير آلم ۽ ٻيو قصيده برده جو منظوم ترجمو آهي. مخدوم صاحب قصيده برده شريف جو منظوم سنڌي ترجمو 1302ھ / 1884ع ۾ ڪيو نسخي جي آخر ۾ ڪاتب جا هي لفظ موجود آهن: "تمام شد بتاريخ هفتم ماه جمادي الثاني



سنہ 1302ھ در مسجد مبارک حضور پر نور حضرت آثار شريف لوهري درجوار محلہ مجاوران ولحمد للہ علي ذالک. مترجم قاضي زمان، علامہ دهر، مفسر القران، حضرت مخدوم شيخ المشائخ محمد شفيع الپاٽائي." اهي ٻئي ناياب نسخا شرح حواشي ۽ مقدمي سان سنواري مخدوم سليم الله صديقي، اداره پاٽ هائوس، حيدرآباد طرفان شايع ڪرائي محفوظ ڪري ڇڏيا آهن.

**الھ آباد**: هن قديم شهر جا آثار "ڪٽ" نالي ڳوٺ پرسان دولت پور صفن کان اتر ۾ ٻن ميلن جي فاصلي تي آهن. ميان محمد مراداياب خان ڪلهوڙي کي جڏهن حڪومت جو پروانو مليو تہ هن نصرپور لڳ درياهہ جي ٻئي ڪناري تي خيما کوڙيا هئا ۽ اتي جلوس (تخت نشيءَ) جي رسم ادا ڪئي هئائين. انهي هنڌ ميان صاحب پنھنجي نالي سان هڪ شهر آباد ڪري، ان جو نالو 'مراد آباد' رکيو. ڪجھ عرصي بعد ٻوڏ سبب اهو شهر تباھ ٿي ويو. ميان غلام شاھ ڪلهوڙي 'محمد آباد' جي پرسان هڪ نئون شهر 'الھ آباد' جي نالي سان آباد ڪيو. اڳتي هلي ميان غلام شاھ شهر جو نالو 'الھ آباد' مان ڦيرائي 'شاهپور' رکيو. شهر ننڍو هجڻ سبب گهڻي عرصي تائين حڪومت جو مرڪز نہ رهيو ۽ جلد ان کي ترڪ ڪري هڪ نئون شهر 'حيدرآباد' جي نالي سان آباد ڪيو ويو. شاهپور هن وقت هڪ معمولي ڳوٺ آهي. ميان غلام شاھ ڪلهوڙي شاهپور نالي هڪ ٻيو بہ شهر آباد ڪرايو هو.

**الھ آباد درٻار** (ڪنڊيارو): هن درٻار جو بنياد 1973ع ڌاري حضرت سُهڻا سائين رحہ، پنھنجي مخلص مريدن ڊاڪٽر عبداللطيف چنا ۽ ٻين جي اصرار ۽ تعاون سان رکيو. اها درٻار ڪنڊياري ۾ مين روڊ، بائي پاس لڳ



واقع آھي. سھڻا سائين ھن مرڪز جي قائم ٿيڻ کان وفات تائين پاڻ ھتي سڪونت پذير رھيو. سندس مزار بہ ھتي ئي آھي. ھتي مسجد کان علاوه مدرسو بہ ٺاھيو ويو، جتان ھن وقت تائين ڪيترائي حافظ ۽ عالم ٿي نڪتا آھن. ھن مرڪز تي ھر اسلامي مھيني جي 27 تاريخ تي روحاني محفل ٿيندي آھي، جنھن ۾ پاڪستان ڪانسواءِ ٻاھرين ملڪن مان ايندڙ عقيدتمند بہ شريڪ ٿيندا آھن. ھن مرڪز ۾ مردن جي مدرسي ڪانسواءِ عورتن جي اصلاح ۽ ديني تعليم لاءِ پڻ انتظام ڪيو ويو آھي.

**الھہ اوڀايو جوڻيجو**: فقير الھہ اوڀايو ولد فقير غلام قمبر جوڻيجو ڳوٺ 'منھ' تعلقي ميرو خان جو وينل ھو. پاڻ عوامي شاعر چتي فقير سانگيءَ جو صحبتي ۽ طالب ھو ۽ ڪانئس فيض حاصل ڪيو ھئائين. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکي ٿو تہ : 'الھہ اوڀايو ولد قمبر فقير ڏامراھہ ڳوٺ ضلعي لاڙڪاڻي ۾ مدفون آھي. ھو فقير خداداد ولد غلام حيدر جو سؤٽ ھو. الھہ اوڀايي جو ڪلام عارفاڻي رنگ جو آھي. سندس ڪافين ۾ عاشقاڻي امنگن جو اظھار عام جام نظر اچي ٿو. ھو ڪافي گو شاعر ھو. سندس ڪلام ٽڙيل پکڙيل آھي. ھن 1920ع ڌاري وفات ڪئي.' سندس ڪلام جو نمونو ھيٺ ڏجي ٿو:

دل منھنجي کي دلبر لاتو جادو ڙي،
زيور پائي ڳھڻا، ڪيو سينگار سھڻا
ڪات اکين جي کھڻا، خنجر ھنيا ڪوڙي

**الھبچايو ٽالپر**: نامور سياستدان مير الھبچائي ٽالپر 1913ع ڌاري جھڏي ضلعي ميرپورخاص ۾ جنم ورتو. سندس وڏا اصل خيرپور ميرس جا ھئا، جتي اڄ بہ سندن وڏي لقمان خان ٽالپر جي نالي سان منسوب 'لقمان پاڙو' مشھور آھي. بعد ۾ ڏيڍ سؤ سال اڳ اچي جھڏي شھر ۾ آباد ٿيا. مير الھبچائي ورھاڱي کان اڳ انگلينڊ مان گرئجوئيشن ۽ آمريڪا جي ٽيڪساس يونيورسٽي مان ماسٽرس جي ڊگري حاصل ڪري، ھن سنڌ جي پھرين ايم. ايس. سي (زراعت) ھئڻ جو اعزاز ماڻيو. ھن لنڊن مان ميون جي پالنا ۽ پولٽري فارم متعلق بہ خصوصي تعليم حاصل ڪئي، جنھن ڪانپوءِ ھن سنڌ ۾ پھريون ميون جو پولٽري فارم ميرپورخاص ۾ قائم ڪيو. ھو آل انڊيا ڪيٽل شو دھليءَ جي ڪميٽيءَ جو سنڌ مان ميمبر ۽ پٺنل جج پڻ چونڊيو ويو. مير الله بچايو اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان، ڪامرس بئنڪ ۽ مسلم ڪمرشل بئنڪ جو اعزازي ڊائريڪٽر بہ رھيو. مير الھبچائي ٽالپر جو شمار خاڪسار تحريڪ جي باني علامہ عنايت الله مشرقيءَ جي انتھائي ويجھن ساٿين ۾ ٿيندو ھو. پاڻ سنڌ جي قانون ساز اسيمبلي، اولھہ پاڪستان جي ون يونٽ اسيمبلي ۽ مجلس شوريٰ جو ميمبر پڻ رھيو. مسلسل اٺ سال بيماريءَ جي بستري تي رھڻ سبب سياسي ۽ سماجي سرگرمين کان پاسيرو رھيو. ڊگھيءَ علالت بعد 24 مئي 2005ع تي 92 ورھين جي ڄمار ۾ وفات ڪيائين. کيس جھڏي جي اباڻي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو.

**الھہ رکيو ڳورڙ**: ناميارو استاد ۽ سماجي ڪارڪن الھہ رکيو ولد بشارت خان ڳورڙ، 14 جون 1935ع تي ڳوٺ سوجھري ڳورڙ، تعلقي ميھڙ، ضلعي دادو ۾ ڄائو. ھن ابتدائي تعليم پنھنجي ڳوٺ جي پرائمري مسلم اسڪول



مان حاصل ڪئي ۽ مئٽرڪ گورنمينٽ ھاءِ اسڪول دادوءَ مان 1954ع ۾ ڪيائين. بي. ايڊ 1962ع ۾ پنجاب يونيورسٽيءَ مان ۽ ايم. اي (سنڌي) 1966ع ۾ سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان ڪيائين. استاد الھرکيو ڳورڙ ملازمت جي ابتدا اريگيشن کاتي ۾ ڪلارڪ جي حيثيت سان ڪئي ۽ گڏوگڏ پڙھائي بہ جاري رکيائين. 1957ع ۾ ڳوٺ ستار کاتي ۾ ھيڊ ڪلارڪ ٿيو. ان ڪانپوءِ 59-1958ع ڌاري بنيادي جمھوريت کاتي ۾ ھيڊ ڪلارڪ ٿيو ۽ جنھن بعد نوڪريءَ تان استعيفا ڏئي، بي. ايڊ ڪاليج ۾ داخلا ورتائين ۽ پوءِ جولاءِ 1962ع ۾ استاد مقرر ٿيو. 1976ع ۾ گورنمينٽ ھاءِ اسڪول لالو رائنڪ ضلعي لاڙڪاڻي جو ھيڊ ماستر ٿيو. جنھن بعد تعليم کاتي ۾ مختلف عھدن تي ڪم ڪيائين. ھو 1992ع ۾ ھائير سيڪنڊري اسڪول سن ۾ پرنسپال مقرر ٿيو. جنھن بعد ھائير سيڪنڊري اسڪول سيتا روڊ جو پرنسپال مقرر ڪيو ويو، جتان 1995ع ۾ رٽائر ڪيائين.

الھہ رکيو ڳورڙ ابتدا کان وٺي سماجي ڪمن ۾ دلچسپي رکندو ھو. ھن پنھنجي ڳوٺ ۾ ڪيترا سماجي ترقياتي ڪم ڪرايا، جن ۾ گرلز اسڪول ۽ بوائز مڊل اسڪول جو قيام بہ شامل آھي، جنھن کي اڳتي گورنمينٽ ھاءِ اسڪول ڪرايائين. ڳوٺ ۾ پوسٽ آفيس، جانورن جي اسپتال، ايگريڪلچر آفيس، رورل ھيلٿ سينٽر ۽ واٽر سپلاءِ اسڪيم بہ سندس ڪوشش سان قائم ٿيون. ھن ڳوٺ جون گھٽيون ۽ رستا پڪا ڪرايا. استاد جي حيثيت ۾ ھن ڪيترن شاگردن جي مدد ڪئي. رٽائرمنٽ بعد لکڻ پڙھڻ ۾ مصروف رھيو. سندس آتم ڪٿا 'جيون سفر سِڪَ جو' 2010ع ۾ شايع ٿي. استاد الھہ رکيي ڳورڙ 13 مارچ 2011ع تي وفات ڪئي. سندس ٿي ڪتاب: 'ھڪ ھزار شاعرن جي شاعري'، سنڌ جي سگھڙن جي ڊائريڪٽري ۽ 'سنڌي سياڻا، ساھ سياڻا' ڇپائيءَ جي مرحلن ۾ آھن.

**الھلال ڊرامٽڪ سوسائٽي**: الھلال ڊرامٽڪ سوسائٽيءَ جو بنياد سنڌ جي مشھور شاعر، اديب ۽ محقق آغا غلام نبي صوفي 1924ع ۾ شڪارپور ۾ وڌو. ھن ڊرامٽڪ سوسائٽي ڪيترائي سنڌي ۽ اردو ڊراما اسٽيج ڪيا، جن ۾ آغا غلام نبي صوفي جو "دنيا دورنگي" "شان اسلام". آغا حشر جو "مدھوش" ۽ ماسٽر رحمت علي جو "تصوير رحمت" نھايت محنت سان ڪري ڏيکاريا ويا، جيڪي ڏسندڙن ۾ تمام گھڻا مقبول ويا. انھن ڊرامن ۾ جيڪي اداڪار حصو وٺندا ھئا، تن ۾ پيرل خان پٺاڻ (ولين جو ڪردار ادا ڪندڙ) غلام حسين جھلڻ، عبدالغفار سومري کان علاوه پير محمد عرف پيرن جوڙيو 'مشتاق' جا نالا قابل ذڪر آھن. ھيءَ ڊرامٽڪ سوسائٽي 29-1928ع ڌاري بند ٿي وئي پر ان ٿوري عرصي ۾ بہ ھن سوسائٽي ڪيترائي سنڌي اردو ڊراما اسٽيج ڪيا. ان کان علاوه ھيون بہ ڪيتريون ئي ناٽڪ منڊليون ھيون. شڪارپور ۾ جن ھتي بھترين ڊراما ۽ ناٽڪ اسٽيج ڪيا.

**اِلهو ٻلهو راند:** هيءَ سنڌ جي ٻهراڙين ۾ کيڏي ويندڙ ٻاراڻي راند آهي، جيڪا ڇهه ٻار کيڏي سگهن ٿا. هن راند رچائڻ لاءِ هڪ وڏو گول دائرو کڍيو آهي، جنهن جو قطر پنج فوٽ کن ٿيندو آهي. هن راند ۾ اڪر پوري ذريعي فيصلو ڪيو آهي ته پهريان کهڙي ٽيم راند جو وارو وٺي. ڪڏهن ڪڏهن سڪل نڪري ڪٺي ان جي هڪ پاسي هڪ چوڪرو ٺُڪ اڇلائيندو، پوءِ هڪ رانديگر واريندو سُڪي ۽ ٻيو دريا (ٺڪ وارو پاسو) پوءِ نڪريءَ کي آسمان ڏانهن مٿي اڇلائيندو، جنهن جو واريل پاسو مٿان ٿيو اهو پهريان وارو وٺندو. فيصلي ٿيڻ بعد ٽيم جو هڪ رانديگر گول ۾ ٻيهي، پير، مٺ، چپو، ڏوڏو، اک يا ٺونٺ هلندو ۽ آڳ ڏيندڙ ٽيم جا رانديگر پڪڙيل هوندا، جيڪي ڏکي جهڻ جي ڪوشش ڪندا، جيڪڏهن ڏکي جهڻجي پئي ته رانديگر ڪاٺو، ورنه آڳ ڏيندڙن مان هڪ رانديگر ڏکي گول دائري ۾ اڇلائيندو، جنهن ۾ اندر ڏکي پيل هوندي ۽ جيڪڏهن ڏکي گول ۾ پئي ته رانديگر آئوٽ. نه ته رانديگر الهو ٻلهو هلندو. الهو ٻلهو هلڻ جو طريقو 'اچا' وانگر آهي، يعني ڪابي هٿ جي آڱرين ۾ ڏکيءَ جي هڪ ڇهنب جهلي سڄي هٿ ۾ جهليل ڏکر سان هڪ پير هيٺان کان آهستي هٽندا ته جيئن ڏکي ٿورو مٿي وڃي، پهرين ڏڪ هٽڻ مهل چوندا 'الهو' وري ٻيو ڏڪ زور سان هٽندا ۽ چوندا 'ٻلهو' ۽ ڏکي پري وڃي پوندي. ڪي هوشيار رانديگر ته 'ٽلهو'، 'چولهو' ۽ 'پنجوتو' به هٽندا آهن. پوءِ آڳ وٺندڙ رانديگر گول جي ٻاهران ليڪي جي پرسان ڏکر ڪٺي ٻيهندو، هوڏانهن آڳ ڏيندڙن مان هڪ چوڪرو ڏکي گول ۾ اڇلائڻ جي ڪوشش ڪندو، پر آڳ وٺندڙ رانديگر ڪوشش ڪندو ته ڏکيءَ کي ڏڪ هڻي گول ۾ ڪرڻ کان بچائجي، جي ڏکي گول ۾ پئجي وئي ته رانديگر ڪاٺو، ورنه ٽيستائين 'اِلهو ٻلهو' هلندو، جيسين ڏکي جهڻجي يا گول ۾ پئجي وڃي. اهڙي نموني اهو رانديگر ڪاٺندو، وري ٻيو هلندو.

**الياس ٽڙي:** نامور صحافي ۽ ليکڪ الياس ٽڙيءَ جو پورو نالو محمد الياس ولد حاجي اڪبر سومرو آهي. هن 21 مئي 1973ع تي نيو ڇور شهر تعلقي عمرڪوٽ ۾ جنم ورتو. تعليم ايم. اي سنڌي اٿس. 1988ع ڌاري ادبي دنيا



۾ شاعري ۽ ڪالم نويسيءَ ذريعي پير پاتائين. هيءَ هلال پاڪستان، خبرون ۽ ٻين اخبارن جو رپورٽر ۽ اسٽاف رپورٽر رهي چڪو آهي. بيباڪ صحافيءَ جي حيثيت ۾ رپورٽنگ دوران ڪيترا دفعا زخمي ٿيو. عمرڪوٽ جي عوام جي آواز کي اعليٰ ايوانن تائين پهچائڻ لاءِ هفتيوار 'ڪوجنا' اخبار جاري ڪيائين. الياس ٽڙي صحافتي ڪيريئر ۾ ڪرنٽ افيئر توڙي سماجي معاملن تي سوين ڪالم لکي چڪو آهي. الياس ٽڙي حليم باغيءَ، جمن دربدر جي صحبت ۾ شاعريءَ طرف مائل ٿيو پاڻ پريس ڪلب عمرڪوٽ جو صدر به رهي چڪو آهي.

**الياس عليه السلام:** حضرت الياس عليه السلام، الله تعاليٰ جو نبي، حضرت حزقيل عليه السلام جو جانشين، بني اسرائيل ۾ ايليا جي نالي سان مشهور هو. قرآن مجيد ۾ حضرت الياس عليه السلام جو ذڪر به آيو آهي. سورة الانعام ۽ سورة الصافات، سورة الانعام ۾ ڪيس فقط نبين ؑ جي فهرست ۾ شمار ڪيو ويو آهي ۽ الصافات ۾ نبوت ۽ سندس قوم جي هدايت بابت مختصر بيان آهي. حضرت الياس ؑ جي نبوت جي باري ۾ محققن ۽ مورخن جو اتفاق آهي ته هو شام جي رهاڪن جي هدايت لاءِ موڪليو ويو هو ۽ بعلبڪ جو مشهور شهر سندس هدايت جو مرڪز هو. حضرت الياس ؑ جي قوم مشهور بت 'بعل' جي پرستار، توحيد کان بيزار ۽ شرڪ ۾ مبتلا هئي. 'بعل ديوتا' مشرق ۾ آباد سامي قومن جو مشهور ۽ سيني کان وڏيڪ مقبول ديوتا هو. هي بت مذڪر هو ۽ زحل يا مشتري جو متبادل ۽ نقل سمجهيو ويندو هو. فنيقي، ڪنعاتي، هوآبي ۽ موياني قبيلا خاص طور تي ان جي پوڄا ڪندا هئا. ان ڪري بعل جي پوڄا حضرت موسيٰ جي زماني کان ٿيندي آئي، جنهن ڪري شام جو مشهور شهر بعلبڪ به منسوب ٿيو. حضرت الياس جي زماني ۾ يمن ۽ شام وارن جو محبوب بت بعل ئي هو. هن ڳالهه جو ذڪر قرآن مجيد جي سورت الصافات ۾ هن ريت ٿيل آهي: "بيشڪ الياس پيغمبرن مان هو. جڏهن پنهنجي قوم کي چيائين ته ڇا توهان (الله کان) ڪو نه ٿا ڊڄو ڇا توهان بعل کي سڏيو ٿا ۽ سيني کان چڱو ٺاهيندڙ کي ڇڏيو ٿا. الله تعاليٰ اوهان جو پاليندڙ ۽ توهان جي ابن ڏاڏن جو پاليندڙ آهي. پوءِ انهن هن کي ڪوڙو ڪيو. پوءِ بيشڪ اهي دوزخ ۾ حاضر ڪيل هوندا. الله جي پسند ڪيل ٻانهن کانسواءِ ۽ پوين ۾ سندس تعريف ڇڏي سون. شال الياس تي سلام هجي. بيشڪ اسان نيڪي ڪندڙن کي اهڙيءَ طرح بدلو ڏيون ٿا. بيشڪ اهو اسان جي ايمان وارن مان هو."

**اليعقوبي:** مشهور سياح ۽ ليکڪ احمد بن ابي يعقوب بن جعفر بن وهب بن واضع الڪاتب هو. جنهن جي جواني آرمينيا ۾ گذري. ان ڪانپوءِ خراسان ۾ دربار ظاهري سان وابسته ٿيو. عباسي سلطنت ۾ انشاءَ جو آفيس عملدار هو. سنڌ، هند ۽ ٻين ملڪن جو سير سفر ڪيائين. هيءَ پهريون مؤرخ آهي، جنهن سڄي دنيا جي قومن جي تاريخ عربي ۾ لکي. ان سان گڏ هن مسلمانن جي جنگين ۾ فتحن جو تفصيل سان ذڪر به ڪيو آهي. سندس ڪتاب ۾ مسلمانن جي انهن حملن جو به ذڪر آهي. جيڪي هن سنڌ تي ڪيا. سندس لکيل ڪتاب "ڪتاب التاريخ" 1883ع ۾ ٻن جلدن ۾ لنڊن مان شايع ٿيو. هن ڪتاب ۾ انهن سيني ڪتابن جو به احوال ڏنو آهي، جيڪي سنڌ ۽ هند جي عالمن جا ڇپيل هئا ۽ پوءِ عربيءَ ۾ ترجمو ٿيا. ان ڪانسواءِ يعقوبي جاگرافي بابت به هڪ ڪتاب لکيو جنهن ۾ تاريخي مواد ملي ٿو اليعقوبي پهريون سياح آهي. جنهن هند سنڌ جي فلسفي، حڪمت، طب علم ادب ۽ علم نجوم بابت تفصيل سان بحث ڪيو اليعقوبي پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته: *"هند سنڌ جا ماڻهو عقل وارا، سوچ ويچار جا ڪوڏيا آهن ۽ اهي انهيءَ حيثيت ڪري سيني قومن ۾ اڳرا آهن. جوتش ۽ نجوم ۾ سندن ڳالهيون سڀ کان وڌيڪ صحيح نڪرن ٿيون.* اليعقوبي سنڌ ۾ لکيل ڪتابن جو تفصيل سان ذڪر ڪيو آهي. 'سڌانت' سنڌين جو مشهور ڪتاب آهي، جنهن مان سيني علمن جون شاخون نڪرن ٿيون. طب ۾ به هنن جا دليل ۽ بحث سڀ کان اڳرا آهن. اليعقوبي جي لکيل ڪتاب مان سنڌي شهرن بابت ڪافي تاريخي ڄاڻ ملي ٿي. سندس هيءَ ڪتاب ان دؤر جي تاريخ جو عڪاس آهي، جيڪو اڄ به هڪ تاريخي حيثيت رکي ٿو. هو آخر ۾ مصر ويو، جتي 284هه/897ع ۾ وفات ڪيائين.

**ام ابي هريره** رح: مشهور اصحابياڻي، اميمه بنت صعيح بن حارث، حضرت ابو هريره رضي الله عنه جي والده سڳوري. جنهن لاءِ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن مسلمان ٿيڻ جي دُعا گهري هئي. هڪ ڏينهن هن پنهنجي پٽ ابو هريره سان ڪاوڙجي نبي پاڪ صلي الله عليه وسلم جن بابت گُٿا لفظ ڳالهايا. ان تي ابو هريره کي تمام گهڻو صدمو پهتو ۽ پاڻ ڪريمن جي خدمت ۾ روئي عرض ڪيائين ته منهنجي ماءُ جي حق ۾ دُعا گهرو ته جيئن مسلمان ٿئي. حضور پاڪ جن دعا گهري. تان جو الله تعاليٰ دعا قبول فرمائي ۽ اُم ابي هريره سچي مسلمان ٿي وئي.

**امام الدين 'ضامن'**: سنڌ جي مزاحيه شاعر امام الدين 'ضامن' 16 مارچ 1909ع تي ميهڙ جي پرسان دبي ۾ جنم ورتو. امام الدين انگريزن جي دؤر ۾ هڪ بهترين سنڌي مزاحيه شاعر هو. هن ابتدائي تعليم پنهنجي اباڻي ڳوٺ مان حاصل ڪئي. والد جي وفات ڪانپوءِ تعليم پنجين درجي ۾ ڇڏي ٽپال ڪاتي ۾ ملازمت اختيار ڪيائين، بعد ۾ اها نوڪري ڇڏي فقيري تلاش ۾ نڪتو ۽ وڃي قلندر جي درگاهه وسايائين ۽ شمس الدين بلبل جي صحبت ۾ رهي شاعري شروع ڪيائين. شاعري شروع ڪيائين. شاعريءَ ۾ سندس تخلص 'ضامن' هو. سندس مزاحيه شاعري گفتن سان پرپور آهي، ڪيس مزاحيه شاعريءَ ۾ تمام گهڻي مڃتا ملي. سنڌ جي هن مزاحيه شاعر 1959ع ڌاري وفات ڪئي.

**امام بخش 'شمس'**: عالم ۽ اديب امام بخش شمس ولد ڪريم بخش ميمڻ پهرين جنوري 1940ع تي شڪارپور ۾ ڄائو. ايم. اي پوليٽيڪل سائنس، ايم. اي سوشالاجي، بي. ايڊ ۽ ايل. ايل. بي جون ڊگريون حاصل ڪيائين. پيشي جي لحاظ کان پروفيسر هو. هن 26 فيبروري 1969ع تي 'انجن تحفظ اسلام شڪارپور' (رجسٽرڊ) نالي هڪ ادارو قائم ڪيو جنهن طرفان ڪيترائي اصلاحي ڪتاب شايع ڪيائين. سندس لکيل ڪتابن مان: (1) نورِ هدايت (2) هدايتِ محمّدي (3) مشعلِ مصطفيٰ (4) راهِ عمل (5) گلدستهٔ احاديث نبوي صلي الله عليه وسلم (6) راهِ نجات (7) راهِ سعادت ۽ (8) روشن راهه وغيره شايع ٿيا.

**امام بخش 'عاصم'**: امام بخش 'عاصم' ولد محمد اسحاق ميمڻ، پهرين آگسٽ 1939ع تي شڪارپور ۾ ڄائو. ايم. اي ۽ ايم. ايڊ تائين تعليم حاصل ڪيائين. استاد طور ملازم ٿيو ۽ اڳتي هلي پروفيسر جي عهدي تان



رٽائر ٿيو. پاڻ هڪ سنو شاعر ۽ سنو نثر نويس هو. سندس لکيل ڪتابن ۾: (1) تاريخ اسلام (يارهين ۽ ٻارهين جماعت لاءِ) (2) تاريخ اسلام (بي. اي لاءِ) (3) اسلاميات (بي. اي پارٽ ون لاءِ) (4) اسلامي تهذيب و ثقافت (بي. اي. ون ۽ ٽو لاءِ) (5) معاشيات (بي. اي ون ۽ فائنل لاءِ) (6) ڏهين جماعت لاءِ ڪيمسٽري ۽ بائلاجي (عبدالمالڪ ميمڻ سان گڏ) (7) الله جي اطاعت ڇو؟ (8) آخري غلطي (ٻاراڻيون ڪهاڻيون) (9) دال جا دڙڪا (ٻاراڻيون ڪهاڻيون) (10) آدم ۽ ابليس شايع ٿيل آهن. هن 1978ع ۾ ٻارن لاءِ 'گلڙا' رسالو پڻ جاري ڪيو. امام بخش عاصم 27 نومبر 2011ع تي وفات ڪئي.

**امام ڏنو فقير**: معروف شرناءِ نواز فنڪار امام ڏنو فقير 1950ع ڌاري ٽنڊي مير محمود، حيدرآباد ۾ ڄائو. سنڌ ۾ شرناءِ وڄائيندڙ فنڪارن ۾ ڪيس ملڪو حاصل هو. ڪلاسيڪل توڙي سر سوز مهارت



سان وڄائي ڄاڻندو هو. ڪيترائي پيرا شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح جي ميلي جي تقريبن ۾ مهمانن جي آمد وقت شرناءِ وڄايائين. هيءُ ڍڍ وڄائڻ ۾ به ماهر هو. حيدرآباد ۾ محرم الحرام جي ڏينهن ۾ پڙن توڙي ماتمي جلوسن ۾ به سوز وڄائيندو هو. هن پنهنجي سُنگ لاءِ الڳ ڊريس به تيار ڪرائي، جنهن ۾ پيازي رنگ جا ڪپڙا، زري واري صدري ۽ پٽڪو شامل هئا. هن پنهنجي سُنگ سان ڪيترين ئي محفلن ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيو. هن جا ڪيترائي شاگرد هئا. هن ثقافتي پروگرامن جي سلسلي ۾ امريڪا، فرانس، ڪئنيڊا ۽ دبئي ۾ پڻ فن جو مظاهرو ڪيو. جن مان اڪثر دورا حميد آخوند ۽ ممتاز مرزا جي اڳواڻيءَ ۾ ڪيائين. ڪيس شاهه لطيف اوارڊ (2003ع)، لال شهباز قلندر اوارڊ ۽ صوفي ميوزڪ اوارڊ پڻ مليا. هن 26 اپريل 2012ع تي حيدرآباد ۾ وفات ڪئي. هن کي ٽن پٽن ۽ ٽن نياڻين جو اولاد آهي. ڪيس جڙيل شاهه قبرستان ٽنڊي آغا ۾ دفنايو ويو.

**امان الله 'مفلح'**: امان الله 'مفلح' ولد مولوي جان محمد مهر 16 جنوري 1916ع تي ڪوٽ عبدالله خان، تعلقي ڳڙهي ياسين، ضلعي شڪارپور ۾ ڄائو. پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ ڳڙهي ياسين ۾ مولانا محمد ابراهيم وٽ عربي ۽ فارسي تعليم حاصل ڪيائين ۽ ان جي ئي صحبت ۾ رهي شاعريءَ ۾ طبع آزمائي ڪيائين. 1960ع ۾ هن باقائدي شاعري شروع ڪئي. سنڌيءَ سان گڏ اردو، فارسي ۽ سرائڪي ٻولين ۾ به شاعري ڪيائين. هُن نعت، غزل، مولود، نظم، گيت، وائي ۽ ڪافيءَ جي صنفن تي طبع آزمائي ڪئي. مفلح جي شاعريءَ جا ڏهه ننڍا ڪتابڙا شايع ٿي چڪا آهن. جن مان: (1) 'گلشن نعت' (2) 'گلشن بهار' (3) 'رازِ محبت' (4) 'سازِ محبت' (5) 'ثناءِ احمدي' (6) 'خيالات وغيره قابلِ ذڪر آهن. امان الله 'مفلح' نهايت نيڪ ۽ پرهيزگار انسان هو مسجد ۾ پيش امام جا فرض به انجام ڏيندو هو ۽ شڪارپور جي اڪثر مشاعرن ۾ شرڪت ڪندو هو هن 28 جنوري 1986ع تي وفات ڪئي.

**امان الله مهر**: امان الله ولد مولوي جان محمد مهر 16 جنوري 1916ع تي شڪارپور ۾ پيدا ٿيو پرائمريءَ جا پنج درجا پاس ڪرڻ بعد ديني تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ڳڙهي ياسين جي مشهور عالم مولانا محمد ابراهيم جي مدرسي ۾ داخلا ورتائين. جتي عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم حاصل ڪري صرف ونحو جو به علم حاصل ڪيائين. پنهنجي استاد جي رهنمائيءَ ۾ حمد،

نعت ۽ مداحون لکندو رهيو. 1960ع کان باقاعدي غزل ۽ نظم بہ لکڻ لڳو. سندس شاعريءَ جا ننڍا ڪتاب شايع ٿيل آهن. جن ۾ 'پيغام الفت'، 'گلشن نعت'، 'اظهار عشق'، 'جام وحدت'، 'ساز صحبت' ۽ 'راز محبت' قابل ذڪر آهن. هو ڪيترن ئي مشاعرن ۽ ادبي محفلن ۾ شريڪ ٿي شعر پڙهندو هو.

**امانت علي خان** (استاد): ناليواري ڪلاسيڪل ۽ غزل جي سريلي گلوڪار استاد امانت علي خان ولد استاد اختر حسين 1928ع ڌاري رياست پٽيالا ۾ جنم ورتو. سندس تعلق ننڍي کنڊ جي موسيقار گهراڻي پٽيالا سان هو. پٽيالا گهراڻي جو باني جرنيل علي بخش خان، استاد امانت علي خان جو رشتي ۾ ڏاڏو هو. هن موسيقيءَ جي تعليم پنهنجي والد اختر حسين خان کان حاصل ڪئي. هو ڪلاسيڪل توڙي نيم ڪلاسيڪل موسيقيءَ جي هر هڪ صنف جو ڄاڻو ۽ تجربيڪار فنڪار هو.



هو اڪثر پنهنجي ننڍي ڀاءُ استاد فتح علي خان سان گڏجي ڳائيندو هو. ريڊيو پاڪستان توڙي پاڪستان ٽيليويزن ڪارپوريشن جي بنيادي فنڪارن ۾ سندس نالو سرِ فهرست هو. هنن ٻنهي ڀائرن استاد امانت علي خان ۽ استاد فتح علي خان جي ڳائڻ جوڙيءَ جي هڪ خوبصورتي اها بہ هوندي هئي جو هنن جون سريليون تانون ۽ پلٽا محفل ۾ ويٺل ٻڌندڙن جي دلين تي سحر طاري ڪري ڇڏيندا هئا. سندن آواز ۾ ڳايل راڳ "پيروي" جو خيال "ڪب آئو گي" تمام گهڻو مقبول ٿيو. امانت علي خان نج ڪلاسيڪل راڳ، ڪانسواءِ غزل ۾ بہ تمام مهارت سان پنهنجو پاڻ مڃايو. سندس ڳايل غزلن ۾ حيدر علي آتش جو غزل "يہ آرزو ٿي" ادا جعفريءَ جو جو غزل "هونٽون پہ ڪڀي ان ڪي ميرا نام ڀي آئي" ظهير ڪاشميري جو غزل "موسم بدلا رت" تمام گهڻا مقبول ٿيا. ان ڪانسواءِ استاد امانت علي خان ملي نغمن ۾ غزل جو رنگ ڏئي هڪ جدا سڃاڻپ ڏاهي، سندس ڳايل ملي نغمو "اي وطن پاڪ وطن" تمام گهڻو مشهور ٿيو. جيڪو راڳ "ڪرواني" ۾ هو. ان ڪانسواءِ "چاند ميري زمين، ڦول ميرا وطن" سندس لاجواب ملي نغمہ هئا. امانت علي خان پنهنجي فن ورثي جا وارث پنهنجي پٽ اسد امانت علي خان، پنهنجي ڀاءُ حامد علي خان جي روپ ۾ ڏنا. جن جون بہ ڪلاسيڪل توڙي نيم ڪلاسيڪل موسيقيءَ ۾ اڻوسرندڙ خدمتون آهن. استاد امانت علي خان 18 سيپٽمبر 1974ع تي وفات ڪئي، کيس لاهور جي مومن پور قبرستان ۾ مٽيءَ ماءُ حوالي ڪيو ويو.

**اَمانت گل** (موسيقار): موسيقار امانت گل جو جنم 1966ع ۾ ٿيو سندس والد جو نالو فيروز گل (موسيقار) آهي. علم موسيقي سندس خانداني ورثو آهي. امانت گل سنڌ جو ننڍي وهيءَ وارو موسيقار هو شروعاتي تعليم پنهنجي چاچي موسيقار مرحوم ضامن علي عرف ببر علي خان کان حاصل ڪيائين. امانت گل ننڍيءَ عمر ۾ ڳائڻ ۽ ڪيسٽ ڪڍڻ وارو فنڪار هو. پارس ڪمپني امانت گل جا اٽڪل 12 البم رليز ڪيا. موسيقار ٿيڻ لاءِ امانت گل باقاعدي تربيت پنهنجي والد مرحوم فيروز گل کان ورتي. سنڌي فلم "درياهہ خان" ۾ پنهنجي والد فيروز گل سان اسسٽنٽ طور گڏجي ڪم ڪيائين. امانت گل پنهنجي حياتيءَ ۾ سُني آواز جي مالڪن محمد يوسف، عالمگير، مهناز، مهدي حَسن، ناهيد اختر، ترنم ناز ۽ نصيبو لال، حميرا چنا ۽ سجاد يوسف جا ڪيترا گيت ڪمپوز ڪيا. هن گل فلم ڪانسواءِ پي. ٽي. وي سينٽر ڪراچي ۽ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد کي يادگار گيت ۽ گانا ڏنا. امانت گل عابده پروين سان بہ گڏ رهيو ۽ سندس ئي خواهش مطابق آئيڊيل موسيقار آر. ڊي برمن کان سڄو ٻڌرايو. امانت گل پاڪستان جي عظيم موسيقار نثار بزميءَ کان بہ هارمونيم جي سکيا ورتي ۽ طافو خان جي ڀاءُ نثار حسين کان بہ سڄو ٻڌرايو ۽ موسيقيءَ جي سکيا ورتي. هن ناميارى موسيقار 2011ع ۾ وفات ڪئي.



**امبر مهڪ** (ڳائڻي): ناليواري گلوڪاره امبر مهڪ ڌيءَ يار محمد، 12 مئي 1980ع ۾ موچي پاڙي حيدرآباد ۾ جنم ورتو سندس والده شميم آرا ريڊيو پاڪستان جي مشهور فنڪاره رهي آهي. جڏهن تہ سندس وڏي ڀيڻ انجم آرا بہ گائيڪيءَ ۾ تمام گهڻو نالو ڪڍيو. امبر مهڪ گائڪيءَ جي سکيا اُستاد امير عليءَ کان حاصل ڪئي. هن پنهنجي فن جي شروعات 1994ع ۾ ريڊيي پاڪستان حيدرآباد کان عنايت بلوچ جي دؤر ۾ ڪئي، امبر مهڪ سڀ کان پهرين ريڊيي پاڪستان حيدرآباد جي سالگرهہ پروگرام ۾ ڳائي داد حاصل ڪيو. هن جي ڳائڻ جو محور گهڻو ڪري ڪلاسيڪل راڳ ۽ پٽائيءَ جو راڳ آهي. امبر مهڪ ڪي راڳ جي سکيا وٺڻ لاءِ سندس مرشد فقير رحمان سائين، اُستاد امير عليءَ جي شاگرديءَ ۾ ڏنو. ڇٽن سالن جي محنت ۽ رياض کانپوءِ امبر مهڪ 2002ع ۾ اُستاد خانصاحب خير محمد خان جي ورسي تقريب ۾ ڳائي تمام گهڻو داد حاصل ڪيو. هڪڙي سنڌي ٽي. وي. چينل تان امبر مهڪ قلندر لال شهبازؒ جي ڌمال "قلندر لال مان تنهنجي ملنگياڻي آهيان" ڳائي تمام گهڻي مشهوري ماڻي. سندس 14 کان وڌيڪ البم رليز ٿيل آهن. اُن کانسواءِ اسلام آباد لاهور ڪراچي، پاڪستان ٽيليويزن ڪارپوريشنن جي سينٽرن تان ڪوڙن سارا پروگرام ڪري چڪي آهي.



**امتياز خان حسين اصفهاني 'خالص'**: سيد امتياز خان اصفهاني 'خالص' پنهنجي دور جو وڏو عالم، فاضل ۽ شاعر هو. هن کي ميان يار محمد (خدا يار خان) ڪلهوڙي شهيد ڪرائي، سندس مال و اسباب پاڻ ڪنيو. امتياز خان جو اصل نالو سيد حسين شاه هو ۽ هو اصفهان جو رهاڪو هو. اورنگزيب عالمگير جي زماني ۾ هندستان ۾ آيو ۽ گهڻو وقت دڪن ۾ گذاريائين. هن کي امتياز خان جو خطاب عالمگير طرفان عطا ٿيو عالمگير بادشاهہ هن کي عظيم آباد صوفيءَ جي عدالت تي مقرر ڪيو هو. شاهہ عالم بهادر شاهہ اول جي دور ۾ پنهنجي لکين رپين جي مال سان گڏ ايران روانو ٿيو هن جي علمي

قابليت کان متاثر ٿي گجرات جي نواب پنهنجي نياڻيءَ جي شادي امتياز خان سان ڪرائي. 'مفتاح التواريخ' ۽ 'عماد السعادت' ۾ ڄاڻايل آهي ته: "سيد حسين مير بوعلي نالي مشهد جي عالم جو فرزند هو جيڪو هندستان آيو." بنگال جو نواب سيد قاسم علي خان (مير قاسم) امتياز خان جو پوٽو هو.

امتياز خان جي شهادت بابت "مئاثرالڪرام" ۾ مير غلام علي آزاد بلگرامي ڄاڻائي ٿو ته: "سيد حسين امتياز خان اصفهاني جو تخلص 'خالص' هو. هو هندستان کان ايران وڃي رهيو هو، جڏهن سيوستان پهتو ته سنڌ جي زميندار ميان خدايار خان 1122هه / 1710ع ۾ ان کي شهيد ڪرائي ان جي لکن جي مال تي قبضو ڪيو. ان کان پوءِ خدايار خان علامه عبدالجليل بلگراميءَ کي پيغام موڪليو ته هي واقعو جهڙي طرح پيش آيو آهي، تهڙيءَ طرح سوانح ۾ بيان نه ڪيو وڃي. ان لاءِ ٻه هزار سونيون اشرفيون علامه جي خدمت ۾ پيش ڪيائين، جيڪي چوڏهن هزار روپين جي برابر ٿيون. علامه عبدالجليل ميان يار محمد خان جي هن پيشڪش کي رد ڪري ڇڏيو ۽ جيڪا حقيقت هئي ان کي قلمبند ڪيائين." مير عبدالجليل، امتياز خان جي شهادت جي ماده تاريخ هيئن ڪڍي آهي:

"آه آه امتياز خان"
1122هه

ميان يار محمد ڪلهوڙو 1122هه / 1710ع ۾ سيد حسين اصفهاني کي وڏي بيدرديءَ سان شهيد ڪرائي، ان جي مال ملڪيت تي قابض ٿيو ۽ 1130هه / 1718ع ۾ نامور صوفي بزرگ شاهه عنايت شهيد ۽ ان جي فقيرن کي پڻ وڏي بيرحميءَ سان قتل ڪرائڻ واري سازش ۾ برابر جو شريڪ هو. امتياز خان خالص جا شعر نهايت دلچسپ آهن. غزلن جي ديوان کان سواءِ مرثيه، سلام، قطعه تاريخون ۽ هڪ مثنوي پڻ آهي. سندس هڪ شعر ڏجي ٿو:

شاعري کو همه دم مدح و ثنامي گويد
روز شب نيک و بد شاه و گدامي گويد
گاه گر مدح کندگاه هجامي گويد
اين همه از پئي آنست که زر مخواهد.

(ترجمو: شاعر جيڪو مدح و ثنا ڪندو رهي ٿو شاهه و گدا کي ڏينهن رات سنو خراب چوندو ڦري ٿو. ڪڏهن ڪنهن جي واکاڻ ڪري ٿو ته ڪڏهن ڪنهن جي گلا ڪري ٿو اهو سڀ انڪري ته ڪيس پئسا ۽ مال گهرجي.)

**امداد حُسين** (موسيقار): موسيقار امداد حسين ولد امير علي مگڻهار 1930ع ۾ جمال شاهه جي پڙ حيدرآباد ۾ جنم ورتو پرائمري تعليم قاضي عبدالقيوم اسڪول مان حاصل ڪرڻ کانپوءِ حُسين بخش عرف حسڻا خان



جو شاگرد ٿيو هن طبلي ۾ استاد غلام محمد خان ڏگي کان سکيا ورتي. موسيقيءَ جو سفر ڍولڪ ذريعي ريڊيو پاڪستان حيدرآباد کان شروع ڪيائين. هن ميوزڪ ڊائريڪٽرن اي حميد، طلعت محمود، غلام نبي عبداللطيف، ديبو ڀٽا سان موسيقيءَ ۾ اسسٽنٽ طور ڪم ڪيو سنڌي فلم انڊسٽريءَ جي بنياد پوڻ وقت پهرين سنڌي فلم "عمر ماروي" جا مڪمل گانا ڍولڪ تي پلي ڪيائين. اُن کانپوءِ 'پرديسي' 'آگ ڪا دريا'، 'استادون کي استاد' فلمن ۾ ڍولڪ تي ريڪارڊنگ ڪرايائين. 1974ع ۾ پهريون ڀيرو موسيقار جي حيثيت ۾ سنڌي فلم 'گهونگهٽ لاهه ڪنوار' جي موسيقي ترتيب ڏنائين. جنهن ۾ 'منهنجي پريت نئين منهنجو پيار نئون' 'اِي هوا آءَ چو نه ڪلان، مون کي پيار مليو' 'آيو سانوڻ آيو رم جهم...' هڪ سرائيڪي گانو 'تيڏي خدائي واه سرڪار اي' ۽ ڏمال 'ڪُل دي آس پڄاوين، جيوين لال سدائين' رڪارڊ ڪيائين. جنهن کانپوءِ امدادحسين وٽ فلم پروڊيوسرن جون قطارون لڳي ويون. هي مقبول فلم 'بادل' جي ميوزڪ پڻ هن ترتيب ڏني، جنهن جو پروڊيوسر اسماعيل ميمڻ ۽ فلم جو ڊائريڪٽر غلام حيدر صديقي هو. فلم جا مشهور ڳانا "هي ناز هي ادا، خدا خير ڪري." "چوٿي ڇٽيءَ اهڙيون ڏيئر امان..."، "آ ساٿي گڏجي ڳايون" هن ترتيب ڏنا. سنڌي فلمي دنيا جي بحران کانپوءِ امداد حسين، عبدالڪريم بلوچ جي دؤر ۾ پي. ٽي. وي تي آيو ۽ سنڌ سينگار، پرک، مهڪار ۽ ٻيا پروگرام ميوزڪ وسيلي ڪيائين. سندس شاگرد، انيتا رياض، مجاهد علي، وحيد زمان شاهه، نياز حسين سائل آهن. امداد حسين 21 فيبروري 2000ع تي وفات ڪئي، سندس تدفين ٽنڊي يوسف جي اباڻي قبرستان ۾ ٿيل آهي.

**امرتسر**: امرتسر هندستان جي رياست پنجاب جو هڪ مشهور شهر آهي. هن شهر ۾ سک مت وارن جو مقدس ۽ مذهبي مرڪز "گولڊن ٽيمپل" موجود آهي. هن شهر جو بنياد سکن جي چوٿين گرو رامداس (اڪبر بادشاهه جي دور ۾)



طرفان ڏنل زمين جي ٽڪر تي رکيو ويو ان کان پوءِ رامداس جي جاءِ نشين گرو ارجن، هتي هڪ عاليشان گرد وارو/ دربار صاحب (Golden Temple) ٺهرايو جنهن کي سکن جي وڏي عبادتگاهه جو درجو حاصل آهي. هن گولڊن ٽيمپل جو سنگ بنياد مشهور صوفي بزرگ ميان مير سنڌي سيوهاڻي وڌو، جنهن جي مزار لاهور ۾ آهي. امرتسر ۾ هڪ پَوتر تلاءُ به ٺهيل آهي. هن شهر تي 'امرتسر' نالو به هن تلاءَ جي نسبت سان پيو گرو گوبند سنگهه، سکن جي سيني فرقن کي ذات پات جي امتياز کانسواءِ انهيءَ تلاءَ ۾ وهنجڻ جو حق ڏنو هو 1762ع ۾ گرد وارو ۽ تلاءُ تباهه ڪيا ويا هئا، پر ڪجهه عرصي کان پوءِ سکن تلاءُ ۽ مندر ٻيهر تعمير ڪرائي، مذهبي رسمون ادا ڪرڻ شروع ڪيون. راجا رنجيت سنگهه جي دور ۾ هن گردواري ۾ ڪافي سڌارا آندا ويا، جنهن

ڪان پوءِ نہ رڳو هن شهر جي اهميت وڌي وئي، پر هي شهر 'اڪالي تحريڪ' جو مرڪز بڻجي ويو. هندستان جي آزاديءَ واري تحريڪ دوران جليان والا باغ ۾ جنرل اوڊائر جي ڪرايل فائرنگ واري خوني واقعي کان پوءِ هن شهر کي سڄيءَ دنيا ۾ وڏي شهرت حاصل ٿي. 1983ع ڌاري ڀارت جي وزيراعظم اندرا گانڌيءَ سکن جي سورش ختم ڪرڻ لاءِ گولڊن ٽيمپل تي فوجي چڙهائيءَ جي اجازت ڏني هئي، جنهن ۾ ڪيترا سک مارجي ويا ۽ گولڊن ٽيمپل کي بہ وڏو نقصان پهتو. انهيءَ واقعي کان پوءِ اندرا گانڌي تڪراري بڻجي وئي، هن واقعي بعد گردواري جي مرمت ڪرائي وئي. امرتسر شهر جي آدمشماري 22 لک کان وڌيڪ آهي.

**امروٽي انسائيڪلوپيڊيا (ڪتاب)**: هيءُ ڪتاب حاجي عبدالحميد سومري مرزا پوريءَ جو لکيل آهي. ڪتاب ۾ مختلف عنوانن هيٺ سوالن جوابن جي صورت ۾ مولانا تاج محمود امروٽيءَ بابت ڄاڻ ڏني وئي آهي، جنهن ۾ مولانا تاج محمود جي شجري، ولادت، تعليم، تبرڪات، سياست، اخلاق، تبليغ ۽ ادبي خدمتن جي تفصيلي ڄاڻ ڏنل آهي. ڪتاب جو مهاڳ حزب الله آءِ سومري لکيو آهي، جڏهن تہ ڊاڪٽر گلزار احمد سومري ۽ پروفيسر عبدالرحمٰن جتوئيءَ جا رايا پڻ هن ڪتاب ۾ شامل آهن. 92 صفحن تي مشتمل، ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت ڄاڻايل نہ آهي. هيءُ ڪتاب ليکڪ 2002ع ۾ پنهنجي خرچ سان شايع ڪرايو.

**امروٽي، محمد شاهہ**: مشهور عالم بزرگ سيد محمد شاهہ ولد ميان نظام الدين شاهہ امروٽي، 9 مئي 1929ع تي ڳوٺ 'ديواني' لڳ پريالوءِ، ضلعي خيرپور ميرس ۾ جنم ورتو. مولانا محمد شاهہ امروٽيءَ جو والد نظام الدين شاهہ، نامور عالم مولانا تاج محمود امروٽيءَ جو پاڻيٽو هو



جيڪو مولانا تاج محمود جي وفات بعد امروٽ شريف ضلعي شڪارپور ۾ رهائش پذير ٿيو ۽ درگاهہ جي خدمت ۽ سار سنڀال ڪرڻ لڳو. سيد محمد شاهہ امروٽي قرآن مجيد جي تعليم ۽ سنڌي ڇهہ درجا امروٽ شريف ۾ پڙهيو. ان کانپوءِ ديني تعليم مختلف مدرسن ۾ مختلف عالمن کان حاصل ڪيائين. باقي تعليم تاج المدارس امروٽ ۾ مڪمل ڪري دستار ٻڌائين. تعليم مڪمل ڪرڻ کانپوءِ ديني ڪتابن جي مطالعي ۾ مشغول رهيو. والد جي وفات بعد درگاهہ امروٽ شريف جو ٽيون سجاده نشين ٿيو. جنهن کانپوءِ سمورو وقت مريدن جي ذڪر اذڪار ۽ درگاهہ جي انتظام سنڀالڻ ۾ گذارڻ لڳو. پاڪستان جي قيام بعد جڏهن 'جمعيت العلماءِ اسلام' نالي هڪ سياسي جماعت قائم ٿي تہ محمد شاهہ ان جماعت ۾ شامل ٿيو. ون يونٽ بعد جمعيت العلماءِ اسلام سنڌ جو امير (صدر) چونڊيو ويو ۽ آخر تائين ان عهدي تي رهيو. ان کان علاوه مرڪزي مجلس شوريٰ جو رڪن ۽ ڪجهہ وقت لاءِ جمعيت جو مرڪزي سيڪريٽري جنرل بہ رهيو. 1977ع ۾ ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪومت خلاف پاڪستان قومي اتحاد تحريڪ هلي تہ ان ۾ بہ امروٽي ڀرپور حصو ورتو. ان تحريڪ دوران محمد شاهہ ڪيترو وقت سينٽرل جيل سکر ۾ قيد بہ رهيو. 1983ع ۾ ايم. آر. ڊي ۾ بہ حصو ورتائين. مولانا کي طب ۾ بہ سٺي مهارت هئي. هو سٺو ليکڪ ۽ شاعر بہ هو. هن ٽي ڪتاب لکيا، جن مان هڪ ڪتاب 'ڇا ڏٺو آهي تو؟' جيڪو سائين جي ايم سيد جي ڪتاب 'جيئن ڏٺو آهي مون' جي رد ۾ لکيل هو. پر اهو شايع ٿي نہ سگهيو. باقي سندس ٻہ ڪتاب 'رسالہ جهاد' ۽ 'ملن جو مرشد' شايع ٿيل آهن. اهي ٻئي ڪتاب دارالاشاعت امروٽ طرفان 53-1952ع ۾ شايع ٿيا. مولانا محمد شاهہ امروٽيءَ، 13 نومبر 1987ع تي سول اسپتال سکر ۾ وفات ڪئي.

**امن آب حيات (ڪتاب)**: هيءُ شعري مجموعو سنڌ جي ناليواري مزاحمتي شاعر سرڪش سنڌيءَ جي تخليق آهي، هن ڪتاب ۾ غزل، وايون ۽ بيت شامل آهن. هن ڪتاب ۾ سرڪش سنڌيءَ جي مزاحمتي ٽوڙي




رومانوي شاعري شامل آهي. هن ڪتاب جي ارپنا 'هر ساڻ هجي اريبل مظلوم گهراڻي سان' ڪئي وئي آهي. هن ڪتاب جو مهاڳ ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ جو لکيل آهي، جڏهن تہ "امن ڌاران عيد" جي سري سان سرڪش سنڌيءَ جو پنهنجو تاثر ڏنل آهي. پنهنجي پاران قاضي عبدالحئي قائل لکيو آهي. ڪتاب جي بيڪ ٽائيٽل تي سرڪش سنڌيءَ جي اسڪيچ سان "جيڏو سرڪش ٿيندو آهي" جي عنوان سان نامور شاعر آثم ناٽن شاهيءَ جي منظوم پيڻا شامل آهي، هن ڪتاب جو ٽائيٽل نامور مصور فتاح هاليپوٽي جو ٺهيل آهي، سرڪش سنڌيءَ جي هن ڪتاب ۾ مزاحمت جو عنصر نمايان نظر اچي ٿو. ڊيمي سائيز جي 130 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب کي 1987ع ۾ سنڌڙي ڪتابي سلسلي رتيديري ڇپرائي پڌرو ڪيو، جنهن جي قيمت 20 روپيا آهي.

**امو ڪٽي**: مزاحيہ فنڪار ۽ اداڪار امو ڪٽيءَ جو پورو نالو امام بخش ڪٽي هو. هن 1938ع ڌاري جيڪب آباد ۾ جنم ورتو. سندس خاندان، ڪٽيءَ جو ڌنڌو ڪرڻ سبب ڪٽي سڏجي ٿو. امو اڻ پڙهيل هو. ننڍپڻ کان ئي مزاج مطابق مزاحيہ لطيفا چوندو هو. سنڌي ۽ اردو فلمن جا ڊائلاگ سکي، اداڪارن جهڙا ڪپڙا پائي ۽ تلوار ڪٽي ماڻهن کي ڪرتب ڏيکاريندو هو. جيڪب آباد جي ننڍن وڏن اسٽيج پروگرامن ۾ پڻ ڪردار ادا ڪندو هو. ڪيس سنڌي فلمن جي مشهور ڊائريڪٽر حسين علي شاهہ فاضلاڻي سنڌي فلمن ۾ متعارف ڪرايو، جتي هن پنهنجي فن ۽ قابليت سان "پرديسي" ۽ "عمر مارئي" فلمن ۾ ڪامياب ڪردار ادا ڪيو. ان کانپوءِ اردو فلمن ۾ ڪم ڪرڻ جي شوق سان لاهور ويو، جتي نامور اداڪارن محمد علي ۽ نديم سان گڏ اردو فلمن "جاگ اٹا انسان"، "ارمان"، "انمول" ۽ ٻين ڪوڙ فلمن ۾ ڪم ڪيائين. امو ڪٽي وات سان مختلف قسمن جا آواز ڪڍڻ سبب گهڻو ڪامياب ويو. هن پنهنجي فن ۾ ڪيترائي انعام ۽ ايوارڊ پڻ حاصل ڪيا. امو ڪٽي 1980ع ۾ وفات ڪئي.

**اميد علي ڀٽ** (فنڪار): سنڌ جي ناميارِي راڳي اميد علي جو جنم 1971ع ڌاري ڳوٺ هڪڙا، تعلقي روهڙي ضلعي سکر ۾ ٿيو. هن جو تعلق سکر جي مشهور فنڪار گهراڻي سان هو. سندس والد امداد حسين عرف عيدن ڀٽ ريڊيو ۽ پي. ٽي. وي جو مشهور راڳي هو. پاڻ ڳائڻ جي تربيت ۽ سکيا پنهنجي والد ۽ مامي استاد زوار محمد جمن ڀٽ کان ورتائين. هن ننڍي عمر ۾ ئي راڳ جي شروعات ڪئي ۽ ڏينهن رات رياض ڪري پنهنجي آواز سان ڪلاسيڪل راڳ ڳائي مشهوري ماڻيائين. سندس



سريلي آواز جي ڪري سينگار علي سليم ڪيس ڪي. ٽي. اين جي مقبول ڊرامي "بالي" ۾ مير علي نواز ناز جي ڪافي 'دلبر ملسي ڪهڙي وار' ڳارايو. جنهن کي هن تمام خوبصورت انداز ۾ ڳايو. جيڪا تمام گهڻي مقبول ٿي. اميد علي ريڊيو، پي. ٽي. وي، اسٽيج ۽ مختلف ٽي. وي چينلن تي پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيو. هن جو شمار سنڌ جي چند سريلن ۽ ڪلاسيڪل راڳين ۾ ٿئي ٿو. سنڌي ڪافي هجي يا غزل سندس ڳائڻ جو انگ نرالو رهيو. جنهن کي هُو سريلي آواز ۾ ڳائي داد حاصل ڪندو هو.

هن مشهور شاعرن جي شاعريءَ کي پنهنجي نئين انداز سان ۽ نيون ڌنون ڪري ڳايو آهي، جن ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ، بيدل سائين، اختر درگاهي، اياز گل ۽ غلام نبي ناشاد شامل آهن. اميد جي ڳايل اختر درگاهي جي غزل 'دل جو دلبر ياد اچي ٿو'، 'اي زمانان قرار ڳولي ڏيو' ۽ 'خوب نظرن سان نهاري تا ڇڏيو' شامل آهن. جڏهن ته سندس ٻين ڪمپوزيشن ۾ اياز گل جي وائي 'ڪسجي ويندي اڃتو آهي هر خوشبو' غلام نبي ناشاد جي غزل "اکڙيون ته منا تنهنجون منهنجي جان جلائين ٿيون"، شاهه لطيف جو ڪلام 'پرچن شال پنهوار' ۽ بيدل جي ڪافين ۾ 'جوڳي والي ويس ۾'، 'لٽ ڏتئي دل ساڏي'، 'جاني جوڳي دا ڪر بهانا'، 'نئون نياپو آيو'، 'عشق دا اعلي شان'، 'ڪونه ڏٺو سي جڳ منجهه جيڏيون' ۽ 'آوس نيڙي يار' تمام گهڻيون مقبول ٿيون. ڪيس روهڙي ۾ بيدل سائين جي عرس جي موقعي تي 2006ع ۾ سندس فن جي مڃتا طور بيدل يادگار ڪاميٽيءَ پاران 'بيدل اوارڊ' مليو. هن 10 جنوري 2012ع ۾ وفات ڪئي.

**اميد علي شاهه رضوي**: پ. پ اڳواڻ اُميد علي شاهه رضوي ٽنڊي الهيار ۾ جنم ورتو هو. سيد پورل شاهه جو فرزند: صوبائي وزير علي نواز شاهه رضويءَ جو وڏو ڀاءُ ۽ درگاهه حضرت شاهه عنايت رضويؒ جي درگاهه جو سجاده نشين هو. سيد اُميد علي شاهه پيپلز پارٽيءَ جو بنيادي ميمبر هو. ٽنڊي الهيار ۾ پيپلز پارٽيءَ جو بنياد به هن وڌو هو. اميد علي شاهه رضوي 1977ع ۾ پ. پ جي ٽڪيٽ تي ايم. اين. اي، 1993ع ۽



1997ع جي چونڊن ۾ ايم. پي. اي چونڊيو. سيد عبدالله شاهه جي وڏ وزارت واري دؤر ۾ سنڌ جي جيل کاتي جو صوبائي وزير رهيو ۽ ڪجهه عرصو وفاقي وزير به رهيو. پاڻ سياسي توڙي سماجي حوالي سان وڏو ماڻهو هو. هن پنهنجي دؤر ۾ تمام گهڻا ترقياتي ڪم ڪرايا. ڪيترن ئي غريب ماڻهن کي نوڪريون ڏئي روزگار سان لڳايو. اهو ئي سبب آهي جو سندس خاندان اڄ ڏينهن تائين ڪڏهن به سياسي شڪست ناهي کاڌي. هو ملنسار ۽ محبتي ماڻهو هو. درگاهه حضرت سيد عنايت شاهه رضويءَ جو ساليانو عرس ملهائڻ سان گڏوگڏ درگاهه شيخ موسيٰ تي پڻ هر سال عرس مبارڪ جي تقريب ڪوئائيندو هو. جتي لنگر جو به عام انتظام ڪندو هو. سيد اميد علي شاهه رضوي ذوالفقار علي ڀٽي، محترمه بينظير ڀٽو ۽ غلام مصطفيٰ جتوئي کي به ويجهو رهيو. سندن خانداني لاڳاپا پير غلام رسول شاهه جيلانيءَ جي خاندان سان رهيا. ٽنڊي الهيار جي هن سياسي ۽ سماجي اڳواڻ 21 جون 2012ع تي وفات ڪئي. ڪيس سندس وصيت موجب سندس ئي حويليءَ جي پرسان امام بارگاهه ۾ مٽي ماءُ حوالي ڪيو ويو.

**امير** (فلم): لسبيلا فلمز جي پيشڪش ۾ هيءَ سنڌي فلم 25 مارچ 1983ع تي رليز ٿي. فلم جو هدايتڪار رابرٽ ملڪ، هدايتڪار شڪيل لاسي ۽ موسيقار غلام علي هو. فلم ۾ ريٽا، شهلا قريشي، فاروق سر، لطيف منو، ياسمين، امين مغل، چانڊني، احمد علي، ملڪ انوڪي ۽ محمود لاسي اداڪار هئا. هيءَ فلم محفل سئنيما ڪراچي، راحت سئنيما ڪراچي، ايمپائر سئنيما لاڙڪاڻي، حفيظ سئنيما سکر، شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊي آدم ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

**امير بهادر ثاني**: امير بهادر ثاني، امير فيروز خان دائودپوٽي جو فرزند هو. پيءُ جي وفات بعد پنهنجي قبيلي جو پڳدار/رئيس بڻيو. ان وقت پهرين ترائي (ضلعي شڪارپور) ۾ ابڙن سردارن سان سندس ڀائپي ۽ دوستيءَ جي لاڳاپن ۾ ڦيٽاڙو پيو. جنهن اتان هٽي ڪنهن جڳهه تي سڪون سان رهڻ لاءِ زمين يا جاگير حاصل ڪرڻ لاءِ سرگردان رهيو. نيٺ وڏين سياسي ۽ سفارتي ڪوششن بعد اتر سنڌ ۾ موجوده شڪارپور واري جاگير حاصل ڪري، ٻيلا وڍائي هڪ نئين وسندي قائم ڪري 'شڪارپور' جو نالو ڏنائين. امير بهادر ثانيءَ جي شڪارپور واري جاگير حاصل ڪرڻ ۾ مورخن ۽ محققن ۾ اختلاف آهي. هڪڙن جو اهو چوڻ آهي ته امير بهادر خان اها قطع زمين بکر جي نواب کان حاصل ڪئي، ٻين محققن جو چوڻ آهي ته امير بهادر ثاني موجوده شڪارپور واري قطع زمين ٺٽ جوکي سبيءَ جي گورنر مرزا خان کان ورتي. ناليوارو محقق ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکي ٿو ته: 'دائود پوٽن جي بهادر خان هن شهر جو بنياد وڌو. هن اورنگزيب بادشاهه طرفان ۽ سبي جي ڍادر جي نواب مرزا کان سنڌو نديءَ جي ڪناري سان وڏي ايراضي، جنهن ۾ خانپور، ترائي ۽ سکر وارا علائقا هئا، مقاطعي تي ورتا. اتي ٻيلا ۽ شڪار گاهه هئا. ان بعد دائودپوٽن 1026هه/1617ع ۾ شڪارپور شهر جو بنياد وڌو. امير بهادر خان 1678ع تائين حڪومت ڪري 81 سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي ۽ سندس فرزند امير مبارڪ خان شڪارپور حڪومت جي گاديءَ تي ويٺو. جيڪو ان وقت ننڍو هو.

**انب جوڳي** (ڊولڪ نواز): انب خان ولد بيڪو خان جوڳي 1974ع ۾ ٽنڊي الهيار ۾ جنم ورتو. سندس ڏاڏو ڪانجي جوڳي پڻ ناليوارو ڊولڪ نواز ٿي گذريو آهي. انب جوڳي ننڍپڻ کان ئي ڊولڪ وڄائڻ جو شوق رکندو هو. جنهن ڪري شروع ۾ اڪثر ڏالڊا جو خالي دٻو کڻندو هو. هن شروعاتي سکيا پنهنجي پڦاٽ راڳي سوڍي جوڳيءَ کان حاصل ڪئي. ان کانپوءِ برادي فقير کان شاگرديءَ جو سڳو ٻڌايائين ۽ پوءِ ڪلاسيڪل انگ ۾ ڊولڪ وڄائڻ جي سکيا لاءِ استاد نذر خان جو شاگرد ٿيو. ڪلاسيڪل انگ واري سکيا ۾ کيس ست سال لڳي ويا. انب کي 1988ع ۾ ريڊيو پاڪستان ۽ شاهه عبداللطيف ڪانفرنس ۾ استاد امير عليءَ متعارف ڪرايو. ان کانسواءِ پي ٽي وي تي پڻ انهيءَ دور ۾ پرفارم ڪيائين.



انب خان سنڌ جي ڪيترن ئي فنڪارن سان گڏ محفل ڪئي آهي، جن ۾ حميرا چنا، فوزيه سومرو، الله ڏنو جوٽيجو، ديبا سحر، شمن علي ميرالي، احمد مغل، رازده پروين شامل آهن. انب خان خانگي ٽي وي چينل تي پڻ پرفارم ڪيو آهي ۽ ڇهه دفعا دبئي پڻ ويو آهي. پهريون ڀيرو ڪي. ٽي. اين طرفان هڪ پروگرام ۾ دبئيءَ ويو، جتي هن صادق فقير، احمد مغل، سجاد يوسف، ديبا سحر ۽ طفيل سنجراڻيءَ سان سنگت ڪئي ۽ ٻئي دفعي برڪت علي پٽ، ثمينه، ڪنول، ضامن علي ۽ انڊيا جي مهيش چندر (ماسٽر چندر جي پٽ) سان سنگت ڪئي.

**اَنت محبوبي** (ڪتاب): سنڌ جي مختلف شاعرن جي "نعتيه ڪلام" تي مشتمل هيءُ ڪتاب نامور اديب ۽ سياستدان مخدوم جميل الزمان جو ترتيب ڏنل آهي. هن ڪتاب جو نالو شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي هڪ بيت تان کنيو ويو آهي. هن ڪتاب جي نعتيه ڀاڱي جي شروع ۾ مرتب پنهنجي هڪ نعتيه مثنوي ڏني آهي. هن ڪتاب ۾ 45 شاعرن جي نعتيه شاعري شامل آهي، جن ۾: مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ، احسن الهاشمي، فيض بخشاپوري، مخدوم امين فهيم، محبوب سروري، احمد خان آصف، ساجد سرشاري، محمد حسين ساز، ڊاڪٽر اياز قادري، مظفر حسين جوش، محمد علي جوهر، محمد علي مجروح، منصور ويراڳي، انور هالائي، استاد بخاري، احمد خان مدهوش، سوز هالائي، نشتر ناٿن شاهي، نفيس احمد ناشاد، خادم سروري، ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ، ڊاڪٽر نواز علي شوق، منور هالائي، غلام رسول راز، شوڪت علي ابڙو، ارشد هالائي، نغمه سحر قاضي، نسرين نوري، گل حسن بيڪس، رشيد هالائي ۽ ٻيا شامل آهن. ڪچي جلد سان 98 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 40 روپيا آهي. هيءُ ڪتاب 1990ع ۾ ڏات ڪتابي سلسلي حيدرآباد سنڌ پاران ڇپرايو ويو.

**انٽرنيشنل ريڊ ڪراس** (International Red Cross): انساني ڀلائي لاءِ ڪم ڪندڙ عالمي ادارو، جيڪو جنگ جي موقعن تي سپاهين، شهرين ۽ جنگي قيدين جون تڪليفون گهٽ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. امن وارين حالتن ۾ هيءُ ادارو طبي امداد ڏيڻ سان گڏ ٻوڏن، زلزلن ۽ ڏڪار ستيل ماڻهن جي مدد ڪندو آهي. ريڊ ڪراس جو بنياد اڻويهين صدي عيسوي ۾ هڪ عورت هنري ڊونينٽ رکيو. انٽرنيشنل ريڊ ڪراس ۽ هلال احمر تحريڪ ۾ انٽرنيشنل ڪميٽي آف ريڊ ڪراس شامل آهي، جيڪا 25 سوئس شهرين تي مشتمل آهي. هن جا هيڊ ڪوارٽر جنيوا ۽ سوئيٽزرلينڊ ۾ آهن. هي ادارو هن وقت سڄي دنيا ۾ ڪم ڪري رهيو آهي جتي به امداد جي ضرورت پوي ٿي هي پنهنجو ڪردار ادا ڪري ٿو. هر ڇئن سالن کانپوءِ مختلف ملڪن ۾ هي عالمي ڪانفرنس ڪندو آهي، ان ۾ ريڊ ڪراس جا ميمبر ۽ حڪومتي نمائندا شريڪ ٿيندا آهن. 1986ع ۾ هن ۾ هلال احمر کي به شامل ڪيو ويو، جيڪو گهڻو ڪري مسلم ملڪن ۾ ڪم ڪري ٿو. انٽرنيشنل ريڊ ڪراس بنا ڪنهن مذهبي ۽ نسلي متڀيد جي ڪم ڪري ٿو ۽ هنگامي حالتن ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪري ٿو.




**انجمن اسلام لاڙڪاڻو**: انجمن اسلام لاڙڪاڻو 1918ع ۾ قائم ٿي، ساڳئي سال هن انجمن طرفان ماهوار رسالو 'الڪاشف' جاري ٿيو. جنهن جو ايڊيٽر ناليوارو اديب دين محمد وفائي هو.

**انجمن فروغ ادب جيڪب آباد**: هيءَ ادبي تنظيم 1956ع ڌاري وجود ۾ آئي. جنهن جو صدر ناليوارو شاعر عبدالڪريم گدائي، سيڪريٽري محي الدين نظامي ۽ شجاعت علي هئا. هن انجمن طرفان فيبروري 1959ع ۾ ٻه روزه سنڌي اردو ادبي ڪانفرنس منعقد ڪرائي وئي، جنهن ۾ ملڪ جي ناليوارن اردو ۽ سنڌي شاعرن ۽ اديبن شرڪت ڪئي.

**اِنڊا**: پرائمري جي تعليم پراڻي درجي جي شاگردن لاءِ استاد ڪاٺ جي پٽيءَ تي پينسل سان ڪجهه اکر (لفظ) لکي ڏيندا هئا، جن جي مٿان مَس سان انهن اکرن کي ٿلهو ڪبو هو. انهيءَ مشق سان ٻارن جا اکر سهڻا ٿي پوندا هئا. ان کي اِنڊا پرڻ چوندا آهن. ان وقت سهڻن اکرن کي اڌ علم جي برابر سمجهيو ويندو هو. اڄ ڏينهن اهي طريقا ختم ٿي ويا آهن ته گريجوئيٽ ٿيڻ باوجود اڪثر استادن جا اکر پڙهڻ جوڳا نه آهن.

**انڊس فلوٽيلا**: انڊس فلوٽيلا بار بردار جهاز هو. جيڪو 1859ع ڌاري قائم ڪيل برطانيا سرڪار جي ڪمپنيءَ Indus Steam Flotilla سنڌو درياهه تي بار ڍوئڻ لاءِ ڪم آندو. سنڌو درياهه ۾ ٻيڙين وسيلي آمد رفت ۽ وڻج واپار



اوائلي دور کان جاري رهيو آهي. پر سنڌوءَ ۾ جديد جهاز رانيءَ جي ابتدا انگريزن جي دور ۾ ٿي. هندستان تي قبضي ڪانپوءِ انگريزن جديد جهاز رانيءَ جي شروعات سنڌ مان ڪئي. هونئن ته سنڌو درياهه ۾ پهريون وڏو ٻيڙو ’انڊس‘ 1835ع ڌاري هلايو ويو. پر ان کان پوءِ انگريزن (Planet) ۽ (Satellite) نالي ٻه ٻيا ٻيڙا سنڌو درياهه ۾ هلايا. انهن ننڍي ٻيڙن کي انگريزن سنڌ تي قبضي ڪرڻ وقت استعمال ڪيو هو. سنڌ تي قبضي ڪرڻ ڪانپوءِ انگريزن سنڌو درياهه ۾ هڪ ننڍو جهاز بيهاري ڇڏيو. جنهن لاءِ نيويءَ جو هڪ آفيسر به مقرر ڪيو ويو. 1852ع ڌاري انگريزن ڪراچيءَ کان ڪوٽڙيءَ تائين پاڻيءَ جو هڪ ننڍو جهاز هر پندرهين ڏينهن ٽپال لاءِ استعمال ڪيو ۽ اهڙيءَ ريت سرڪاري سطح تي برصغير ۾ ٽپال جي ابتدا به سنڌوءَ درياهه وسيلي سنڌ مان ڪئي وئي.

سنڌ تي قبضي ڪانپوءِ جڏهن انگريزن سنڌو درياهه کي واپاري مقصدن لاءِ استعمال ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ته ان لاءِ سڀ کان پهريائين 1856ع ڌاري "Oriental Inland Steam Company" قائم ڪئي وئي ۽ ان ڪمپنيءَ کي برطانوي سرڪار ساليانو 50 هزار روپيا سبسڊي ڏيڻ جو اعلان ڪيو ۽ ان ڪمپنيءَ اڍائي لک پائونڊ جي سيڙپڪاريءَ سان برصغير ۾ ’اسٽيم ٽرين‘ هلائڻ جو برطانيا سرڪار سان ناهه ڪيو پر بد انتظامي جي ڪري ترت ئي ان ڪمپنيءَ جو ڏيوالو نڪري ويو ۽ ان 1869ع ڌاري پنهنجو ٻيڙو وڪرو ڪري ڇڏيو. 1859ع ڌاري انگريز سرڪار جي ڪوشش سان "Indus Steam Flotilla" جي نالي سان ڪمپني ناهي وئي ۽ ان ڪمپنيءَ کي انگريز سرڪار ڪراچيءَ کان ڪوٽڙيءَ جي وچ ۾ تعمير هيٺ ريلوي لائين وڇائڻ ۾ مدد ڪرڻ جو حڪم ڏنو. سمنڊ وٽ انڊس ڊيلٽا ۾ پاڻي جي سطح متي هيٺ جي ڪري انگريز سرڪار سنڌ جي قديم شهر جهرڪ ۾ ’انڊس اسٽيم فلوٽيلا‘ جو بندرگاهه ناهيو. جيڪو برطانيا سرڪار پاران سنڌ ۾ قائم ٿيل پهريون بندرگاهه آهي. ان دور ۾ جهرڪ ويجهو سنڌو درياهه انتهائي گهرو هو. تنهن ڪري اتان جهاز جي آمد رفت آسانيءَ سان ٿي پئي سگهي. بندر ٺهڻ ڪري جهرڪ تمام گهڻي ترقي ڪئي. انڊس فلوٽيلا تي جهرڪ ۾ سامان چاڙهڻ کان اڳ ٻاهران ايندڙ سامان ڪراچي ڪياماڙيءَ تي لاٿو ويندو هو. جتان اهو سامان سنڌ، پنجاب ۽ سرحد ڏانهن درياهه وسيلي موڪليو ويندو هو. سنڌو درياهه ۾ هلندڙ وڏا جهاز ڪوٽلي تي هلندا هئا ۽ اهي ملتان ۽ اٽڪ کان ٿي ڪالاباغ واري هنڌ تائين ويندا هئا. 1859ع ڌاري ڪراچي هاربر کان گذريءَ تائين پٽڙي وڇائجي وئي. جنهن بعد ڪياماڙيءَ کان سامان ريل رستي گذري، ڪراچيءَ تائين ايندو هو اتان ٻيڙين ۾ وجهي سمنڊ وسيلي انڊس ڊيلٽا وارو رستو وٺي جهرڪن تائين پهچايو ويندو هو. سنڌ جي مشهور تعليمي ماهر حسن علي آفنديءَ پڻ ابتدائي زندگيءَ ۾ جهرڪن ۾ انڊس فلوٽيلا ڪمپنيءَ ۾ ڪم ڪيو هو اتي سنڌس ڪم ايندڙ ويندڙ سامان جو رڪارڊ رکڻ هو انهن ڏينهن ۾ سندس ڏيٽ ويٽ جناح پونجا سان ٿي ۽ پوءِ هي ڪراچيءَ هليو ويو ۽ سنڌ مدرسو قائم ڪيائين. جتي جناح پونجا پنهنجي پٽ محمد عليءَ کي وڌيڪ تعليم لاءِ وٺس موڪليو اهو نوجوان اڳتي هلي محمد علي جناح جي نالي سان پاڪستان جو باني ٿيو. 1861ع ڌاري ڪراچي 4 نمبر کان

ڪوٽڙيءَ تائين ريل جي پٽڙي وڇائي وئي پوءِ جهازن تي ويندڙ سامان ريل رستي وڃڻ جو سلسلو شروع ٿيو. ريلوي جي پٽڙي وڇائجڻ ڪانپوءِ درياهه رستي آمد رفت گهٽجڻ لڳي ۽ ائين انڊس فلوٽيلا ڪمپنيءَ جي اهميت گهٽجڻ لڳي، پر 1862ع تائين هن ڪمپني جي اٽڪ تائين سروس جاري هئي. ساڳئي سال انڊس نيويءَ کي ختم ڪري ان جا ٻئي جهاز انڊس فلوٽيلا ڪمپنيءَ حوالي ڪيا ويا. بعد ۾ سنڌوءَ مان جهاز رستي دهليءَ سامان انڊس فلوٽيلا وسيلي پهچايو ويندو هو. 1865ع ڌاري ڪراچيءَ کان ملتان، لاهور ۽ دهليءَ تائين ريل جي پٽڙي وڇائي وئي جنهن بعد انڊس فلوٽيلا ڪمپنيءَ جي اهميت مڪمل طور ختم ٿي وئي ۽ ڪراچيءَ کان ڪارگو ريل رستي وڃڻ جو سلسلو شروع ٿيو. سنڌو درياهه وهڪري رستي ڪراچيءَ کان ملتان تائين ڪارگو 40 ڏينهن ۾ پهچندو هو. ان جي ڀيٽ ۾ ريل جو سفر تڪڙو ۽ بهتر ڪيو ويو. انڊس فلوٽيلا لنڊن جي "Bivekenhead" ڪمپنيءَ ۾ انگريز انجنيئر "John Bruntou" ناهيو جيڪو بعد ۾ ڪراچيءَ کان ڪوٽڙي ريلوي ٽريڪ وڇائڻ لاءِ چيف انجنيئر به مقرر ٿيو. ڪراچيءَ جي ٽرام وارو ٽريڪ به ساڳئي انجنيئر ناهيو هو. 1870ع ۾ انڊس فلوٽيلا ڪمپنيءَ کي ريلوي ۾ ضم ڪري، ان جو هيڊ ڪوارٽر لاهور منتقل ڪيو ويو. 1878ع ڌاري ريلوي ٽريڪ مڪمل ٿيڻ ڪانپوءِ 83-1882ع ڌاري انڊس فلوٽيلا کي بند ڪيو ويو پر تنهن باوجود انڊس فلوٽيلا جو اسٽيم ڪيترن سالن تائين درياهه ۾ هلندو رهيو. 1907ع جي گزيٽيئر مطابق انڊس اسٽيمر فلوٽيلا کي ڪوٽڙي ۾ رکيو ويو. انڊس اسٽيمر فلوٽيلا بابت نامور تاريخدان مولائي شيدائيءَ پنهنجي ڪتاب ’تاريخ سکر‘ ۾ لکيو آهي ته: انهن ڏينهن ۾ ’انڊس فلوٽيلا ڪمپنيءَ‘ جا جهاز مهراڻ جي ڊيلٽا مان شير شاهه ۽ ملتان مال ڍوئيندا هئا، جن سان فلاٽون ٻڌندا هئا. مال آڻيندا هئا جيڪو ڪراچيءَ کان ولايت ويندو هو ۽ ولايتي مال سنڌ ۽ پنجاب جي شهرن کي پهچندو هو. آگبوٽن ۾ ڪاٺيون ٻرنديون هيون، جن جي ڪٽڻ لاءِ مهراڻ جي ڪپ تي اسٽيشنون قائم ڪيون ويون، وري جيڪي شهر بندر هئا، اتي ٽرئفڪ ايجنسيءَ جا دفتر کوليا ويا. سکر ۾ مسجد منزل گاهه واري هشت پهلو عمارت ۾ ٽرئفڪ جي آفيس کولي وئي هئي، ان کان اڳ ۾ ٻيڙين وسيلي جيڪو اناج سکر پهچندو هو، سو وٽن هينيان ڊڳ ڪري رکندا هئا. مگر انڊس فلوٽيلا ڪمپنيءَ جي باقاعدي سروس ڪلڻ کان پوءِ بندر تي ريلوي ڦاٽڪ لڳ هڪ وڏو گدام مال رکڻ لاءِ تعمير ڪيو ويو، جيڪو اڄڪلهه نواب فئڪٽري ڪوٺجي ٿو. سکر بندر تي هيءُ پهريون گدام هو. 1858ع ۾ ڪراچيءَ کان ڪوٽڙيءَ تائين انڊس فلوٽيلا ڪمپنيءَ جو هيڊ ڪوارٽر ڪوٽڙيءَ ۾ منتقل ڪيو ويو. سنڌ پنجاب کان ايندڙ مال ڪوٽڙيءَ ۾ لهندو هو ۽ هتان ريل گاڏين ۾ چاڙهي ٻين هنڌن ڏانهن موڪليو ويندو هو. هن بندر تي هزارين مزدور ڪم ڪندا هئا. جهازن جي گودي به ڪوٽڙيءَ ۾ منتقل ٿي آئي. انهيءَ سموري عرصي دوران ڪوٽڙي بندر کي وڏي اهميت ملي ۽ ڪوٽڙي سنڌ جو بمبئي بندر بڻجي ويو. انهن ڏينهن ۾ لاهور کان ملتان تائين ريلوي لائين کلي هئي. آگبوٽ ڪوٽڙيءَ کان ملتان تائين چڪر هڻندا هئا. ڪوٽڙيءَ کان ملتان جي وچ ۾ سکر واپار جو مشهور بندر هو. جنهن جي گهاٽن ۽ پتڻ کي 1860ع ۾ گهڙيل پٿرن سان مضبوط

ڪيو ويو ۽ جهازن جي آمد رفت جي سلامتيءَ لاءِ هاڻوڪي سکر ميونسپالٽيءَ جي ٽاور واري عمارت کي 'سگنل هائوس' ٺاهيو ويو. جنهن مٿان اڄ تائين بتيون لڳل آهن. پوءِ هن عمارت کي ميونسپل هال ۽ لائبريري ۾ تبديل ڪيو ويو. اڳتي هلي اورينٽل انڊس اسٽيم ڪمپني جو ڏيوالو نڪري ويو ۽ پوءِ 1869ع ۾ هن ڪمپنيءَ کي وڪيو ويو.

**انڊڪ منڊڪ** (راند): هيءَ سنڌ جي مشهور راند آهي، جيڪا وندر خاطر ٻهراڙين ۾ اڪثر ٻار رچائين ٿا. هيءَ راند ڇوڪريون ۽ ڇوڪرا کيڏندا آهن. هن راند ڪرڻ لاءِ زمين تي ليڪا ڪڍي خانا (چلها) ٺاهيا ويندا آهن. رانديگر هڪ



انڊڪ منڊڪ راند

ٺڪر جو ٽڪرو کڻي، ان کي گول گهڙي منجهائس ٽاپون ٺاهيندا آهن. پوءِ اهو ٽاپون هڪ رانديگر کڻندو ۽ سڀ کان پهرئين خاني ۾ اڇلائي وجهندو. ان بعد هڪ پير مٿي کڻي، منڊڪ منڊڪ ڪندو خانا ٽپي ٽاپوءَ وٽ پهچندو ۽ جُهڪي ٽاپون کڻندو. جيڪڏهن انهيءَ وچ ۾ کڻي به سندس پير ڪپي ويو ته ڪاٿو پر جيڪڏهن پير نه ڪتو ۽ ٽاپون کڻي منڊڪ منڊڪ ڪندو اچي ٻاهر پهتو ته ٻيهر اورئين خاني ۾ ٽاپون اڇلائي وجهندو ۽ ساڳيءَ طرح وڃي ٽاپون کڻي ايندو. جيڪڏهن سيني خانن مان سلامتيءَ سان ٽاپون کڻي آيو ته ڪامياب ليکبو ۽ راند کٽندو. ٻيءَ صورت ۾ هارائيندو. اها راند، حصو وٺندڙ سڀيئي ٻار، واري سان ڪندا آهن. راند ڪندڙ رانديگر هي ٻول ٻوليندا آهن: آجهڪ، ٻجهڪ، ٽجهڪ، سنهي، شاهه، ٽاپون، ڪچي، پڪي، ڪٿهه ڪوٽ مڙها ميدان. اهي ٻول منڊڪ منڊڪ ڪندڙ رانديگر ٻوليندا آهن. سندس ڪاپڻ جو راز به انهن ٻولن ۾ هوندو آهي، جو ته ٻول ٻوليندي ڪانئن پير مٿي جهلڻ جي ڳالهه وسڻ جو انديشو هوندو آهي. انڊڪ منڊڪ راند ڇوڪريون به کيڏن ٿيون ته ڇوڪرا به . هن راند کيڏڻ جا مختلف قسم آهن. هيءَ راند مختلف علائقن ۾ پنهنجي پنهنجي طريقي سان رائج آهي. ڪن علائقن ۾ ڇوڪريون هڪ ٽنگ تي هڪ ڊنگ کان ٻئي ڊنگ تائين ڊوڙ پڄائينديون آهن، جيڪا ڊنگ تي پهرين پهتي ان کٽيو. ڇوڪرا وري هڪ وڏو دائرو (گول) ڪڍي اُني هڪ ٽنگ تي بيهندا آهن. هڪ ٻار گول کان ٻاهر هڪ ٽنگ تي بيلو هوندو. گول اندر بيٺلن مان هڪ آواز ڏيندو ته "اچڻ وارو اچي" پوءِ ٻاهريون ڇوڪرو انڊڪ منڊڪ ڪندو اندرين مان ڪنهن هڪ کي هٿ سان ڇهندو. اهي اندر وارا ٻار به انڊڪ منڊڪ سان گوهيون ڪندي ان ٻار جي هٿ لائڻ کان پاڻ کي بچائيندا رهندا. ان ۾ جيڪڏهن آڳ ڏيندڙ انڊڪ منڊڪ جي حالت ۾ ڪنهن کي ڇهيو ته اهو ٻار کاٽو ۽ پوءِ اهوان جو ساٿي ٿي ٻين کي ڇهڻ جي ڪوشش ڪندا. ائين جيڪي کاپندا ويندا، اهي ساٿي ٿي ٻين کي گڏجي هٿ لائيندا. اهڙيءَ طرح جنهن ٻار گوهيون ڏئي پاڻ بچايو، ان کٽيو.

هن راند جو ٻيو نمونو هيءَ آهي ته اندر وارا ٻار هڪ ٽنگ بجاءِ ٻنهي ٽنگن تي بيٺل هوندا ۽ ٻاهر انڊڪ منڊڪ وارو ٻار انهن کي اندر دائري ۾ هٿ لائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. اندر وارا ٻار گوهيون ڪندا، پاڻ بچائيندا رهندا آهن. هن راند ۾ ٻن ٽولن جي حساب سان به راند رچائيندا آهن. يعني پڪڙڻ وارا انڊڪ منڊڪ ڪندا پڪڙيندا آهن، جڏهن ته ٻنهي ٽنگن تي بيٺل ٽولي جا ٻار پاڻ بچائيندا رهندا آهن. جيڪڏهن انڊڪ منڊڪ وارن مخالف ڌر جي رانديگرن کي ڪاپايو ته اهي هنن کي آڳ ڏيندا. ان طريقي سان هيءَ راند سادي ۽ صحت لاءِ وڏي فائديمند آهي.

**انڊڙ، ڊاڪٽر صبغت الله**: ڊاڪٽر صبغت الله انڊڙ تعلقي ٻني عاقل ڳوٺ ابراهيم انڊڙ ۾ پهرين فيبروري 1952ع تي ڄائو. ڊاڪٽر صبغت الله انٽر کان ايل. ايل. بي تائين خانگي طور امتحان ڏنا. ان کان سواءِ اسلامڪ ڪلچر ۾ ايم. اي به ڪئي آهي. هن 1994ع ۾ علامہ غلام مصطفيٰ قاسميءَ جي نگرانيءَ ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان پي. ايڇ. ڊي ڪئي. سندس پي. ايڇ. ڊي مقالي جو عنوان 'شيخ حماد الله' ڪامل روحاني ۽ مذهبي رهنما' هو. ڊاڪٽر صبغت الله 1979ع ۾ ايئرفورس ۾ شامل ٿيو ۽ 1995ع ۾ وارنٽ آفيسر طور رٽائر ٿيو. سندس مضمون ۽ مقالا سنڌ جي ڪيترن ئي رسالن ۾ ڇپبا رهيا آهن. هي ماهوار رسالي 'سائنسي جاچ' جو ايڊيٽر به رهيو. النور ايڊيوڪيشن فائونڊيشن جو چيئرمئن ۽ سکر هسٽاريڪل سوسائٽي جو باني ميمبر پڻ آهي. سندس هڪ ڪتاب 'ڏني ڏينهن ٿيا' ڇپيل آهي.

**انڊڙ، فضل الله**: اسڪواڊرن ليڊر فضل الله انڊڙ 1942ع ڌاري ۾ ڳوٺ ابراهيم انڊڙ ۾ ڄائو. عصري ۽ ديني تعليم نيڙهي، ملتان ۽ گهوٽڪيءَ مان حاصل ڪيائين. 'ترجمان اسلام' رسالي جو نائب ايڊيٽر رهيو. ڪجهه عرصو ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج مٽياري ۽ حيدرآباد ۾ عربي استاد ٿي رهيو. وڪالت به ڪيائين. نيوي ۾ ترجمان ٿي رهيو. سکر مان ماهوار 'شريعت' جو اجراءُ ڪيائين. جيڪو پوءِ لڳاتار مفتي عبدالوهاب چاچڙ جي ادارت ۾ نڪرندو پيو اچي. فضل الله انڊڙ بعد ۾ ايئرفورس ۾ وارنٽ آفيسر ٿيو. جتان 1992ع ۾ اسڪواڊرن ليڊر طور رٽائر ڪيائين. 2003ع ۾ وفات ڪيائين. سندس ڇپيل ڪتابن ۾: (1) 'تفسير آريات رضوان' ۽ (2) 'الترغيب و ترميب' (ترجمو) شامل آهن. سندس ڪيترائي مضمون ۽ مقالا ادبي ۽ ديني رسالن ۾ شايع ٿيل آهن.

**انڊڙ، مولانا قمر الدين**: مولانا قمرالدين ولد رزاق ڏنو بکرائي انيڙ ڳوٺ ٽربت ۾ ڄائو. وقت جو وڏو عالم ۽ شيخ الحديث هو. سندس مشهور شاگردن ۾ مولانا عبدالڪريم کهاڙو، مولوي نور محمد ڪنڊوي، مولانا حماد الله هاليجوي، حڪيم قائم الدين مهر، ميان ابوبڪر سينهڙو ۽ پير فخرالدين شاهه جيلاني شامل آهن. سندس پنج ڪتاب ڇپيل آهن. جن ۾: (1) 'حرف نحو جي فن ۾ قافيه جو اختصار'، (2) 'رافعه شر دافعه'، (3) 'رسالہ قمريہ'، (4) 'شمسيہ شرح قمريہ'، (5) 'علم بيان مجاز مرسل بابت رسالو' شامل آهن. مولانا صاحب پيري مريدي ۽ سياست کان پري رهيو. 1930ع ڌاري وفات ڪيائين.

**انڍڙ، نور محمد:** مولانا نور محمد ولد نواز انڍڙ 1886ع ۾ هاليجي شريف ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم سنڌ مان حاصل ڪري اعليٰ ديني تعليم لاءِ ديوبند دهليءَ ويو. جتان فارغ التحصيل ٿي، مدرسہ قاسم العلوم گھوٽڪيءَ ۾ مدرس مقرر ٿيو. مولانا محمد علي جوهر کان متاثر ٿي خلافت تحريڪ ۾ شامل ٿيو. انگريزن خلاف سخت تقريرون ڪيائين، هجرت تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتائين. هجرت تحريڪ دوران گھر جو سمورو سامان ۽ ٻني وڪڻي افغانستان ڏانهن هجرت ڪيائين. پر پشاور پهچڻ بعد خبر پيس تہ پٺاڻن دغا ڪري انگريزن سان ناهہ ڪيو آهي، تڏهن ٻين سان گڏ واپس آيو. قطع تعلقات تحريڪ ۾ خاص ڪردار ادا ڪيائين. سخت تقريرن ڪرڻ ڪري سکر جي ڪليڪٽر گبن ڪيس گھرائي چيو تہ: "اسان ٻڌو آهي تہ اوهان ماڻهن ۾ بغاوت پکيڙيو ٿا"، مولوي نور محمد نهايت بي باڪيءَ سان ڪيس جواب ڏنو تہ: "اسان پنهنجو حق گھرون ٿا، بغاوت نہ ٿا پکيڙيون، هي ملڪ اسان جو آهي، نہ ڪي توهان جو."

**انڙ انڙائي:** ڄام مهڙ ۽ ڄام مناهي، سنڌ جي سمن مان ٻهريان مک سردار هئا، جن سومرن جي دور جي وچ ڌاري ڪڇ ۾ سمن جي طاقت جو بنياد وڌو. ڪڇ جي روايت موجب ڄام مهڙ ۽ ڄام مناهي ٻهريان سما سردار هئا، جي سنڌ مان آيا ۽ اچي ڪڇ ۾ پنهنجي حڪومت قائم ڪيائون. انڙ انڙائيءَ جي ڳالهہ انهيءَ دور سان تعلق رکي ٿي ۽ ڪڇ جي روايتن سان گھڻي قدر ملي ٿي. البتہ ڪڇ جي روايتن موجب مهڙ ۽ مناهي پنهنجي پياءُ انڙ کي ماريو. انهيءَ ڪري کين سنڌ ڇڏڻي پئي. مگر انهيءَ روايت جي تصديق نہ ٿي ٿئي. ان ڪانسواءِ سمن جي مختلف شجرن ۾ پڻ انڙ جو اولاد ڄاڻايل آهي. جنهن مان اندازو آهي تہ انڙ سنڌ ۾ ڄام ٿي رهيو ۽ مهڙ ۽ مناهي وڃي ڪڇ ۾ حڪومت قائم ڪئي.

**انڙ، علي نواز:** ڄام رئيس علي نواز خان انڙ نوجوانيءَ ۾ ئي مسلم ليگ ۾ شموليت ڪري سياست جي ميدان ۾ وک رکي ۽ آزاديءَ جي تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو. هو ارڙهن سالن جي عمر ۾ لاهور ۾ مسلم ليگ جي 1940ع واري تاريخي اجلاس ۾ شريڪ ٿيو جنهن ۾ پاڪستان بابت ٺهراءُ بحال ٿيو. مسلم ليگ ۾ شموليت دوران مسلم ليگ نيشنل گارڊ، نواب شاهہ جو سالار اعظم ۽ ضلعي نواب شاهہ جو وائيس چيئرمئن بہ رهيو.



1958ع ۾ بنيادي جمهوريت جي نظام هيٺ ٻہ ڀيرا يونين ميمبر ۽ پوءِ يونين ڪائونسل قاضي احمد جو چيئرمئن ٿيو. 1970ع واري جنرل اليڪشن ۾ آزاد اميدوار جي حيثيت سان صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. بعد ۾ هن پ پ پ ۾ شموليت اختيار ڪئي ۽ ضلعي رابطا ڪميٽيءَ جو چيئرمئن منتخب ٿيو. مختلف عهدن تي فائز هوندي ذاتي خرچ سان قاضي احمد شهر ۾ پنهنجا پلاٽ ڏئي، عوام جي سهولت لاءِ پرائمري، مڊل ۽ هاءِ اسڪول تعمير ڪرايائين ۽ شهر ۾ بجلي، ٽيليفون ۽ بئنڪ جهڙيون بنيادي سهولتون فراهم ڪرايائين. 1958ع ۾ شهر ۽ پسگردائيءَ جي ماڻهن جي علاج جي سهولت لاءِ پنهنجي زمين ڏيئي 'هيلٿ سينٽر' قائم ڪرايائين. 1970ع ۾ جانورن جي اسپتال لاءِ پنهنجي زمين ڏنائين ۽ حڪومت طرفان 'نور ماڊل وليج' قائم ڪرايائين. جنهن ۾ مسجد، مڊل اسڪول، اسپتال ۽ 25 گھر ٺهيا. قاضي احمد شهر جي خوبصورتيءَ لاءِ 'ڪميونٽي سينٽر' ۽ ڪتب خانو تعمير ڪرايائين. علي نواز انڙ سياحن ۽ شهر واسين جي سير تفريح لاءِ 'فش ليڪ' (مڇيءَ جو تلاءُ)، ميوزيم ۽ لکين رپين جي پنهنجي ذاتي خرچ سان وڏي ايراضيءَ ۾ 'ناز باغ' تيار ڪرايو جيڪو سنڌ جو 'شالامار' جي نالي سان مشهور آهي. ان کان سواءِ هن باغ جي آخر ۾ هڪ وڏو 'سفاري پارڪ' ٺهرايو. رئيس علي نواز انڙ سماجي، سياسي ڪمن سان گڏ زراعت جي ميدان ۾ پڻ اڳڀرو رهيو. هو ملڪ جو ترقي پسند آبادگار هو. زرعي حوالي سان هن دنيا اندر ايندڙ تبديلين ۽ سڌارن کي پنهنجي زمين ۽ باغ تي لاڳو ڪيو. 1940ع کان جديد طريقن سان زراعت جي آباديءَ جو سلسلو شروع ڪرايائين. 1954ع ۾ وليج ايڊوائزري دور ۾ جيڪي علائقائي زرعي نمائشون ٿيون، تن ۾ ميوي، ڀاڄين ۽ ٻين زرعي جنسن جي نمائش ۾ رڪيل چاليهن انعامن مان ڇٽيهہ 'اول ڪپ' انعام حاصل ڪيائين. ڪيس سماجي خدمتن جي عيوض 1960ع ۾ 'تمغہ قائداعظم' پڻ مليو. رئيس علي نواز 31 آگسٽ 2007ع تي وفات ڪئي.

**انڙ ،فقير رسول بخش:** فقير رسول بخش انڙ قاضي احمد شهر، ضلعي نوابشاهہ (هاڻي بينظير آباد) ۾ 1901ع ڌاري سردار خانصاحب محمد خان انڙ جي گھر ۾ جنم ورتو. سندس والد سڄي سنڌ ۾ سخاوت جي حوالي سان مشهور هو. هن خاندان جو لاڳاپو ۽ شجرو سنڌ جي سما خاندان سان ملي ٿو. جيڪي سنڌ جا حاڪم هئا ۽ ٻهرئين سمي حاڪم ڄام انڙ جو اولاد هئا. انهيءَ تعلق جي ڪري سردار رسول بخش انڙ جي خاندان کي سنڌ جي سما خاندان ۾ نمايان ڪليدي حيثيت رهي آهي ۽ کين سما خاندان جو وڏو گھر سڏيو ويندو آهي.



رئيس رسول بخش انڙ، سنڌ جي بمبئيءَ کان جدا ٿيڻ کانپوءِ 1937ع ۾ سنڌ جي پهرين اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. ان کان پهرين 1933ع ۾ لوڪل بورڊ نوابشاهہ جو پريزيڊنٽ پڻ رهيو. رئيس فقير رسول بخش انڙ 1940ع ڌاري حيدرآباد ۾ آل پاڪستان سماٽ ايسوسيئيشن جو صدر پڻ چونڊيو. رسول بخش انڙ جو نالو ان دور ۾ تمام گھڻو مقبول ٿيو جڏهن 1942ع ۾ هڪ انگريز ڪليڪٽر ڊيوس (Davis) سان سندس تڪرار ٿيو ان دوران هي پهريون شخص هو. جنهن انگريز سرڪار کان خانبهادريءَ جي لقب وٺڻ کان انڪار ڪيو. سندس ان قدم تي انگريز سرڪار سخت ناراض ٿي ۽ مٿس توڙي سندس ڀائرن، رئيس امام بخش انڙ ۽ رئيس ڏني بخش انڙ تي بغاوت، قانون شڪني ۽ متوازي حڪومت قائم ڪرڻ جا ڪيس لاڳو ڪري کين چالان ڪيو ويو. سردار صاحب کي تنگ ڪرڻ لاءِ سندس شنوايون پري پري وارن شهرن ۾ رکيون ويون. ان وقت سانگھڙ ۽ نوابشاهہ هڪ ضلعو هئا، پر جنهن بہ شهر ۾ فقير صاحب جي شنوائي ٿيندي هئي، اتي هزارين ماڻهو گڏ ٿي ويندا هئا، اصل

۾ هي ڪيس فقير رسول بخش جي طاقت ۽ اثر رسوخ کي گهٽ ڪرڻ لاءِ ڪيا ويا هئا پر رئيس چيف ڪورٽ مان باعزت بري ٿيو. سندس ڪيس جي پيروي نامور بئريسٽر محمد علي جناح ڪئي.

1950ع ڌاري سردار رسول بخش انڙ جو صوفي ازم ڏانهن لاڙو ٿيو ۽ سرداري لقب هٽائي فقيريءَ جو لقب اختيار ڪيائين ۽ سمورو وقت سماجي خدمت ۽ فلاح و بهبود جا ڪم ڪرڻ ۾ وقف ڪيائين. ٿي چار پيرا پنهنجن هارين جا قرض معاف ڪيائين. هارين جي ڪاٿن جا ڪتاب گهرائي، انهن مان غريب هارين جي قرض جا سمورا ورق ساڙي ڇڏيائين. وٿاڻن ۾ ٻڌل جانور، غريبن ۾ ورهائي ڇڏيائين. سندس اها سخاوت اڄ به تر جي ماڻهن کي ياد آهي. سندس سنڌ جي مختلف مشهور خاندانن سان تعلقات هئا، پر سائين جي. ايم. سيد سان گهاٽي دوستي ۽ ويجهڙائپ هئس، جنهن جو ذڪر سائين جي. ايم. سيد پنهنجي ڪتاب "جنب گذاريم جن سين" ۾ ڪيو آهي. 1970ع ۾ سائين جي. ايم. سيد جي موجودگيءَ ۾ فقير رسول بخش سمائٽ قبيلي جو اجلاس ڪوٺائي، پنهنجي زندگيءَ ۾ پنهنجي پٽ ڄام تماچيءَ کي سردار ڪوٺايو. جيڪو هن وقت سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر ۽ پبلڪ اڪائونٽس ڪميٽيءَ جو چيئرمئن آهي. سردار ڄام تماچي پڻ پنهنجي والد جي رستي تي هلندي سماجي ڪمن ۽ غريبن جي خدمت ۾ اڳيرو آهي. رئيس فقير رسول بخش انڙ 1980ع ۾ وفات ڪئي.

**انڙ، محمد ملوڪ**: نامور ليکڪ، سماج سڌارڪ محمد ملوڪ ولد فتح محمد انڙ 23 آگسٽ 1946ع تي ڳوٺ راهب شاهه تعلقي سڪرنڊ ضلعي بينظير آباد (نوابشاهه) ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم 1951ع ۾



پرائمري اسڪول ڳوٺ راهب شاهه مان ورتائين. ساڳئي اسڪول مان قرآن مجيد، انگريزيءَ جا ٽي درجا ۽ 1960ع ۾ سنڌي فائنل پاس ڪيائين. کيس ننڍي هوندي کان ئي لکڻ، پڙهڻ ۽ ڪتاب گڏ ڪرڻ جو شوق هوندو هو. 1965ع ۾ پنهنجي ڳوٺ ۾ 'طارق لائبريري' قائم ڪيائين، جنهن ۾ اٽڪل 12 هزار ڪتاب، اخبارون، رسالا، قلمي نسخا، ناياب تصويرون، ثقافت ۽ آرٽ جون مختلف شيون ۽ نوادرات پڻ موجود آهن. هن لکڻ جي شروعات 1980ع کان ڪئي. مخدوم بلاول شهيد ويلفيئر ائسوسيشن جو باني چيئرمئن، هيومن رائٽس ڪميشن آف پاڪستان جو ميمبر، سنڌي ادبي سنگت شاخ قاضي احمد جو ميمبر ۽ ڪيترين ادبي ۽ سماجي تنظيمن سان وابسته آهي. کيس مجتا طور ڪيترائي اوارڊ ۽ سرٽيفڪيٽ ملي چڪا آهن، جن ۾ پاڪستان سوشل ايسوسيئيشن طرفان ٻه ڀيرا ستاره سماج گولڊ ميڊل، قائد اعظم محمد علي جناح اوارڊ، صحافي محرم پٽي اوارڊ، شڪيل پناڻ اوارڊ، قاضي سرفراز اوارڊ شامل آهن. سندس ڇپيل ڪتابن ۾: (1) منهنجي يادن جون ريڪائون (مضمون)، (2) سنيها سرير ۾ (خط) شامل آهن.

**انساب مشائخ سيوستاني**: هن نسخي جو مصنف مخدوم حسن الله شاهه الصديقي پاٽائي آهي. هيءُ نسخو ڪائنس پڇيل سوالن جي جوابن تي مشتمل آهي. هن جو هڪ عڪسي نسخو سنڌ الاجي ڄامشوري ۾ موجود آهي. جيڪو پير حسام الدين راشدي انڊيا آفيس لائبريري مان حاصل ڪيو هو. ان جو سنڌي ترجمو مخدوم ميان علي گوهر صديقي پاٽائي ڪيو آهي. مخدوم سليم الله صديقيءَ مقدمي سان گڏ ان سنڌي ادبي بورڊ پاران ڪي شايع پڻ ڪرايو آهي.




**انگريزي_ سنڌي ڊڪشنري**: سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ ۽ اينڊومنٽ فنڊ ٽرسٽ فار پرزرويشن آف هيريٽيج آف سنڌ جي سهڪار سان ڪئپٽن جارج اسٽئڪ جي ديوناگري لپيءَ ۾ تيار ڪيل انگريزي سنڌي ڊڪشنريءَ کي ديوناگريءَ مان موجوده سنڌي لپيءَ ۾ پارسا رضويءَ کان الٿو ڪرائي شايع ڪرايو ويو آهي ۽ ان ۾ ديوناگري لفظ پڻ برقرار رکيا ويا آهن. هن ڊڪشنريءَ جي ايڊيٽنگ ۽ نظرثاني ڊاڪٽر فهميده حسين ڪئي آهي. ڊبل ڊيمي سائيز ۾ 365 صفحن تي مشتمل هن ڊڪشنريءَ جي قيمت 300 روپيا آهي، هيءُ لغت سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي سيڪريٽري تاج جويي 2011ع ۾ ڇپائي پڌري ڪئي آهي.




**انواد سوسائٽي، بمبئي**: 1977ع ڌاري هيءَ ڊرئميٽڪ سوسائٽي بمبئيءَ ۾ قائم ٿي، جنهن جا باني ڪار سنڌيءَ جا ناميارا ليکڪ جسونت ڪمار، رميش مهتا، وشنو ڀاٽيا ۽ مدن جماڻي هئا. هن سوسائٽيءَ مشهور ناٽڪ: ادو عبدالرحمان، ميونسپل ڪائونسلر، انڌڪار، شڪار، پريم پڪيٽڙا، گرائونڊ فلور، سچ ڇا آهي وغيره ڪيا، جن ۾ حصو وٺندڙ ڪلاڪار: بينا منسڪاڻي، رتنا پنجابي، آشا چاند، شيلا ساجناڻي، هري رامچنداڻي، لڪشمي منسڪاڻي، لتا منواڻي، شرت ڀڳتياڻي، بنسي هرياڻي، رينو لعلواڻي، ليلو پنجواڻي، اجيت وڇاڻي، جڳديش شرما، مدن جماڻي، منوج ڪمار، پريم لالا، دليپ ڇڳاڻي، جسونت ڪمار، رميش ڪرناڻي، سريچند ماکيجا، نريندر بجاج، سريش بلواڻي، اشوڪ ڪتري، رميش پاوناڻي، رام لهيجا، موهن ڏنگرا ۽ پرڪاش چوڌري هئا.

**انوار الاسرار تفسير (قلمي)**: هيءُ قرآن حڪيم جو تفسير آهي. جنهن ۾ سالڪ لاءِ تصوف جون انتهائي نازڪ ۽ نفيس ڳالهيون ظاهر ڪيون ويون آهن. ان جو مؤلف مسيح الاولياء شيخ عيسيٰ جند الله سنڌي پاٽائي ثم برهانپوري آهي. قرآن مجيد جي تفسير انوار الاسرار عربيءَ ٻوليءَ ۾ چئن جلدن ۾ سندس مشهور تصنيف آهي. ان تفسير جا چند نامڪمل نسخا سنڌ ۾ پڻ موجود آهن. هڪ نسخو جيڪو سورة الطور کان الحديد تائين آهي. مسيح الاوليا شيخ عيسيٰ جي اولاد مان مخدوم

سليم الله صديقي جي ذاتي ڪتب خاني ۾ موجود آهي. جنهن جو سنڌي ترجمو ۽ اصل متن اداره پاڻ هائوس حيدرآباد طرفان 1998ع ۾ ڇپرائي پڌرو ڪيو ويو آهي.

**انوپ ڳڙهه۱** (Anup Garh I): سنڌو تهذيب جي پوئين دور (Late Harappan Period) سان واسطو رکندڙ ماڳ "38.4 '15 °26 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ "28.2 '20 °76 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي ڳوٺ انوپ ڳڙهه، ضلعي جند ۾ موجود آهي. هن دڙي کي مقامي طور ڪيرا جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو. ٻن هيڪٽرن (4.94 ايڪڙن) جي ايراضيءَ ۾ پکڙيل هن دڙي جو وڏو حصو پوکيءَ هيٺ اچي چڪو آهي. مٿاڇري تان ملندڙ ٺڪرائو ۽ ٻيون وٿون سنڌو تهذيب جي پوئين دؤر سان ويندڙ ٿيون.

**انوپ ڳڙهه۲** (Anup Garth II): هي ٻيو دڙو آهي جيڪو ڳوٺ انوپ ڳڙهه (هريانا) کان 2 ڪلوميٽر اتر ۾ هڪ واريءَ جي ڊرينهن تي آهي جيڪا زميني سطح کان 4 ميٽر اوچي آهي. هي دڙو "58.9'15°29 ڊگريون اڪر ويڪرائي ڦاڪ "49.9'20°76 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي هريانه صوبي جي شهر/ڳوٺ انوپ ڳڙهه ۾ پراڻي مينار کان 500 ميٽرن جي فاصلي تي موجود آهي. ماڳ جو وڏو حصو پوکائي هيٺ اچي چڪو آهي. جڏهن باقيات 2.5 هيڪٽرن جي ايراضيءَ ۾ ڦهليل آهن. هتان سنڌو تهذيب جي اوج واري دؤر (Calture Harappan period) جا نوادرات مليا آهن. ٿانون ۾ ڳڻائين ٿالهي (Dish.on.stand) جنهن جي منهن جا ڪنا ٻاهر نڪتل آهن. هڪ ڪَني ڪنهن ٿانون جو پاسو پيالا، پاٽيون ۽ ٻيو ٺڪر جو سامان مليو آهي.

**انور الدين جتوئي**: مشهور اُستاد ۽ راڳي انور الدين ولد حاجي محمد عثمان جتوئي 2 فيبروري 1944ع تي ڳوٺ ٺوڙها، تعلقي موري ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم نوان جتوئي ۽ مئٽرڪ هاءِ اسڪول موري مان پاس ڪيائين.



جنهن بعد پرائمري استاد مقرر ٿيو. ڪيس ننڍپڻ کان ونئي ڳائڻ جو شوق هوندو هو. راڳ جي باقاعدي سکيا حافظ محمد اسحاق تلٽيءَ واري کان حاصل ڪيائين ۽ ان ڪانپوءِ استاد علي نواز خان ۽ امداد ميراثيءَ کان راڳ جي فن جي وڌيڪ سکيا ورتائين. ڪيس پٽائي جون وايون ڳائڻ ۾ دسترس حاصل آهي. هن صوفياڻا ڪلام وڌيڪ ڳايا آهن. هن وقت تائين پي. ٽي. وي سميت مختلف سنڌي چئنلن تي ڳائي پاڻ مڃائي چڪو آهي. پٽائي، سچل، قلندر شهباز جي ڪانفرنسن ۽ ٻين ثقافتي پروگرامن ۾ ڳائي ڪيترا انعام به حاصل ڪيا اٿس. هن آمريڪا ۾ به پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيو آهي.

**انور پيرزادو اڪيڊمي ڪراچي**: سنڌ جي ناليواري صحافي ليکڪ ۽ اديب انور پيرزادي جي نالي سان منسوب هن اڪيڊميءَ جو بنياد سندس فرزند زرار پيرزادي، 2007ع ۾ رکيو. هيءَ اڪيڊمي انور پيرزادي جي وفات ڪرڻ بعد وجود ۾ آئي آهي ۽ انور پيرزادي جي اڻ ڇپيل مواد کي وقت به وقت ڪتابي صورت ۾ ڇپائي پڌرو ڪندي رهي آهي. هن اڪيڊميءَ هن وقت تائين انور پيرزادي جا اٺ ڪتاب: (1)'متان وساريو' (2007ع)، (2)'پٽائي' (2008ع)، (3)'موهن جو دڙو' (2009ع)، (4)'ممبئي ياترا' (سفرنامو 2009ع)، (5)'سنڌ' (2009ع)، (6) 'جديد سنڌي ادب' (2010ع) (7) انٽرويو ۽ تقريرون (2010ع) (8) پڻ جهڻ (2012ع) ڇپائي پڌرا ڪيا آهن.

**اوپن جيل بدين**: ڪکائن گهرن نما ٺاهيل هي اوپن جيل، بدين کان 35 ڪلوميٽر پري "ولاسي" جي علائقي ۾ آهي. هيءَ جيل عام جيلن کان ڪافي منفرد آهي. هن جيل ۾ قيدين جي مٿان نه ڪو پهرو آهي نه اوچي



ديوار، نه ماڙي، نه جاريءَ مان ملاقات جو تصور، نه ڪي وردي وارا سپاهي نه خوف وغيره. سنڌ جو هيءَ واحد اوپن جيل آهي، جنهن جو بنياد 1960ع ۾ ٺٽي ۾ پيو. جيڪو بعد ۾ ڊسمبر 1962ع ڌاري بدين جي "ولاسي" علائقي ۾ منتقل ڪيو ويو ان وقت بدين حيدرآباد ضلعي ۾ هو. اوپن جيل بدين قائم ٿيڻ وقت حڪومت طرفان جيل لاءِ 2600 ايڪڙ زمين ڏني وئي، جنهن بعد ٻيا 600 ايڪڙ پڻ زمين به مقاطعي تي حاصل ڪئي وئي. ڪکاين جهوپڙين تي مشتمل هن جيل ۾ هڪ قطار ۾ اٺ جهوپڙيون ۽ ٻي قطار ۾ ٻارنهن جهوپڙيون آهن. جيڪي سڀ هڪ جهڙيون آهن. پر هڪڙين کي آفيسن جو نالو ڏنو ويو آهي ۽ ٻين کي آفيسرن جي رهائش گاهه ۽ ٽين کي بئرڪون چيو وڃي ٿو. جيل موڪلڻ وقت قيديءَ کان سندس مذهبي ڪتاب تي قسم ورتو ويندو آهي ته هو ڪليل جيل ۾ وڃڻ ڪانپوءِ پنهنجي سزا پوري ڪندو ۽ ڪيڏانهن نه ڀڄندو. اهڙيءَ طرح قسم وٺڻ ڪانپوءِ کين ڪلئي جيل جي حوالي ڪيو ويندو آهي. قيدي هن قسم جي جيل ۾ آزاد گهمن ٿا، مٿن ڪو پهريدار نه هوندو آهي. جيل ۾ زمين آباد ڪرڻ لاءِ حڪومت طرفان "سومرا شاخ" نالي هڪ واهه کوٽرايو ويو. جنهن مان جيل جي زمين کي آباد ڪيو ويندو آهي. هن جيل جي قيدين کان هارپي جي مشقت ورتي ويندي آهي. سڄو ڏينهن قيدي آزاديءَ سان گهمندا ۽ پنهنجي مرضيءَ سان ڪم ڪندا آهن. شام جو هڪ ڇپر ۾ ڪٺا ٿيندا آهن. جتي روايتي طور قيدين جو ڳڻتي ڪيو ويندو آهي. جيل جي شروعاتي ڏينهن ۾ قيدين جو انگ 500 کان وڌيڪ هوندو هو جيڪو وقت به وقت گهٽ ٿيندو ويو. هتي انتظام خاطر 20 سپاهي مقرر ٿيل آهن. هي جيل جنهن جي عملي ۾ هڪ سپرنٽينڊنٽ، هڪ جيلر، چار هيڊ وارڊ (جمعدار)، هڪ ڊاڪٽر، هڪ ڪمپائونڊر، ٽي ڪلارڪ، هڪ ٽريڪٽر ڊرائيور، هڪ جنريٽر آپريٽر، هڪ استاد، هڪ مذهبي استاد ۽ هڪ جيپ ڊرائيور شامل آهي. هيءَ جيل 1999ع

۾ حيدرآباد جي اڳوڻي جيل سپرنٽينڊنٽ ميجر ڪوسي جي مبينا ڪوشش سان بند ڪيو ويو. پر اڃا تائين اتي انتظاميہ مقرر آهي. هن قسم جو جيل پنجاب صوبي جي بوريان والا ۾ پڻ هو، جيڪو پڻ بند ٿي ويو آهي.

**او. جي. ڊي. سي**: آئل اينڊ گئس ڊولپمينٽ ڪارپوريشن (او. جي. ڊي. سي) حڪومت پاڪستان جي انتظام هيٺ تيل ۽ گئس ڳوليندڙ ڪمپني آهي. هن جو قيام 1961ع ڌاري عمل ۾ آيو. شروع ۾ هڪ معاهدي تحت روس جي حڪومت اوزار ۽ ماهر مهيا ڪيا، جن جي مدد سان تيل ۽ گئس جي ڳولا وارو سلسلو شروع ڪيو ويو. تيل ۽ گئس جي ڳولا لاءِ کوهہ کوٽڻ ۽ اتان تيل ۽ گئس ڪڍڻ او. جي. ڊي. سي جي ذميواري آهي. هن ڪمپني پنهنجي قيام کان وٺي هينئر تائين وڏي پئماني تي ارضياتي ۽ جاگرافيائي سروي ڪري تيل ۽ گئس جي موجودگيءَ جي نشاندهي ڪندي ڪيترائي کوهہ کوٽي چڪي آهي. هيءَ ڪمپني نہ رڳو خشڪي تي پر سمنڊ ۾ بہ تيل جي ڳولا ۾ مصروف عمل آهي.

سنڌ ۾ او. جي. ڊي. سي جون ڪيتريون ئي فيلڊون قائم آهن، جن ۾: ٽنڊو آدم آئل ڪامپليڪس حيدرآباد، قادرپور گئس فيلڊ گهوٽڪي، ٻوبي آئل ڪامپليڪس سانگهڙ، ڪُنر گئس فيلڊ ٽنڊو الهيار، ريتي مارو گئس فيلڊ ڏهرڪي، دڙو گئس فيلڊ ٽنڊو محمد خان، سنجهورو گئس فيلڊ سانگهڙ، نور بنگلا گئس فيلڊ بدين، هينڊي سري گئس فيلڊ ڄامشورو شامل آهن. ان کان سواءِ پاڪستان جي ٻين صوبن ۾ بہ او. جي. ڊي. سي جون ڪافي فيلڊون قائم آهن.

**اوڌو داس تارا چند اسپتال**: هيءَ اسپتال شڪارپور شهر جي مک اسٽيشن روڊ تي گورنمينٽ هاءِ اسڪول نمبر-1 جي سامهون واقع آهي. شهر جي هڪ سماجي ڪارڪن ۽ خدمتگار جي اڻٿڪ ڪوشش سان هن اسپتال




جي پيڙهہ جو پٿر 3 اپريل 1933ع تي سکر ضلعي جي ڏهوڪي ڪليڪٽر مسٽر ايچ. ٽي سورلي رکيو ۽ جڏهن هيءَ اسپتال جڙي راس ٿي تہ ان جي افتتاح جي رسم ڏهوڪي بمبئي پرڳڻي جي گورنر لارڊ برابورن 2 فيبروري 1935ع تي ادا ڪئي. انهيءَ رسم جي موقعي تي اسپتال جي سيا پاران انگريزيءَ ۾ ڇپيل هڪ سپاسنامو پيش ڪيو ويو، جنهن ۾ نہ رڳو سنڌس آمد تي خوشيءَ جو اظهار ڪيو ويو پر اسپتال جي شروعاتي رٿا کان وٺي ان جي راس ٿيڻ تائين سموري وارتا بيان ڪئي وئي. ان وقت جو اهو سپاسنامو اڄ بہ هڪ مڪمل تاريخي دستاويز جي حيثيت رکي ٿو. *(وڏيڪ ڏسو: اوڌوداس)*

**اوگهڙ**: هندن ۾ گورڪناٿ جو فرقو، جيڪي شِوَ جي پوڄا ڪندا آهن. هيءَ اصل ۾ ترڪستان جو اُئگر قبيلو هو، جيڪي ٻڌمت جا مڃيندڙ ۽ چنگيز خان جي درٻار ۾ لکڻ جو ڪم ڪندڙ (ڪاتب) هئا. هنن کي ٻکشو چوندا هئا، ڇو تہ هو ٻڌت ٻَکشو هئا. ان کان پوءِ اولهہ ايشيا ۾ "پ" جو اچار "ب" ۽ "ڪش" جو اچار "خش" ٿيڻ ڪري هُو "ٻکشو" مان "بخشو" ٿي، بخشي بڻجي ويا. هند- پاڪ ۽ ڪشمير ۾ سندن دَخل هندو/مسلم ٻنهي ۾ هو، ان ڪري بخشي غلام محمد ۽ بخشي ٽيڪ چند بہ سڏيا. هن وقت (هن قبيلي وارا) صرف چين ۾ آهن ۽ مسلمان آهن. روايت آهي تہ انهن گورڪناٿ جو مَتو (عَمل) قبول ڪيو، ان ڪري هِتي "اُئگر" مان اوگهڙ مشهور ٿي ويا.

**اولڊ ڪئمپس (حيدرآباد)**: حيدرآباد ۾ اولڊ ڪئمپس جي نالي سان مشهور هيءَ عمارت آڏواڻي ڪٽنب جي راءِ بهادر ديوان پرڀداس 1897ع ۾ ٺهرائي. هن درسگاهہ جو نالو "نوديالہ" رکيو ويو، ورهاڱي کان پوءِ 1951ع



۾ سنڌ يونيورسٽي، ڪراچيءَ مان جڏهن حيدرآباد منتقل ڪئي وئي تہ ان جي قيام بعد سنڌ يونيورسٽي کي حيدرآباد جي هن تاريخي عمارت ۾ منتقل ڪيو ويو هو. جنهن جو پهريون وائيس چانسلر اي. بي حليم صديقي هو. ان کان پوءِ سنڌ جو ناميارو دانشور ۽ تعليمي ماهر علامہ آءِ آءِ قاضي وائس چانسلر بڻيو. اڳتي هلي علامہ آءِ.آءِ. قاضيءَ ڄامشوري ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جو نئون ڪئمپس قائم ڪرايو. جتي اول سائنس فيڪلٽي کولي وئي، آرٽس فيڪلٽي 1969ع تائين اولڊ ڪئمپس ۾ قائم رهي ۽ جڏهن ان کي اتان منتقل ڪيو ويو تہ انهيءَ عمارت ۾ يونيورسٽيءَ جو ماڊل اسڪول منتقل ڪيو ويو، جيڪو اڄ ۾ ان عمارت جي پٺيان ٺهيل هڪ ننڍڙي عمارت ۾ هلندڙ هو. جتي هاڻي انسٽيٽيوٽ آف ايڊيوڪيشن اينڊ رسرچ آهي. انهيءَ اسڪول جو پهريون پرنسپال سيد اڪرام علي ٿيو. پهرين هي اسڪول مڊل تائين هو پوءِ اڳتي هلي هاءِ اسڪول ۾ تبديل ڪيو ويو. 1974ع ڌاري ان کي ڪاليج جو درجو ڏنو ويو. هيءَ عمارت ايتري پراڻي هجڻ باوجود اصلي حالت ۾ قائم آهي. هي عمارت نہ صرف علم جو گهَوارو آهي، پر شهر جي وچ ۾ هئڻ ڪري شهر جي سونهن ۽ سوڀيا جو باعث بہ آهي. هن عمارت جي پيشانيءَ تي لڳل وڏو گهڙيال سڄي شهرواسين کي تيزيءَ سان گذرندڙ وقت جو احساس ڏياري ٿو. هن وقت هي سنڌ يونيورسٽيءَ جي اولڊ



Soorih Mirani

ڪئمپس جي نالي سان سجاتي وڃي ٿي. هتي علامہ آءِ. آءِ. قاضي چيئر سان گڏ بي. ايڊ/ايم. ايڊ جا ڪلاس هلندا آهن ۽ هتي ئي سنڌ يونيورسٽيءَ جي پريس ۽ ڊڪشنري آفيس بہ قائم رهي آهي.

**اول شاھ ۽ جمن شاھ**: سيد اول شاھ جو شمار تيرهين صدي هجري جي بزرگن ۾ ٿئي ٿو. اول شاھ ۽ جمن شاھ ٻئي حضرت مهدي شاھ جا پٽ هئا. جيڪو مشهور رعاب ۽ زاهد بزرگ ٿي گذريو آهي. اول شاھ جي نالي سان هڪ محلو پڻ آهي. انهن سيني بزرگن جون قبرون لنگهن جي پاڙي ۾ آهن. اول شاھ ۽ جمن شاھ ٻنهي ڀائرن جون مزارون گڏ آهن ۽ مزار جي اڳيان جيڪو گرائونڊ آهي، ان کي 'اول شاھ پڙ' سڏين ٿا.

**اونڌو ٻانڌو** (تعميرات): اونڌو ٻانڌو ٿر ۾ کوهن جي کوٽائيءَ جو هڪ قسم آهي، جنهن جي شروعات ٿرپارڪر ضلعي ۾ تعلقي ڇاڇري جي هڪ ڳوٺ راوتسر جي رهاڪو مولوي عبدالحق چانديي (1939-1874ع)، نوَ تيرهين سِرن جي ايجاد سان ڪئي. هن ٿر جي رهواسين جي مشڪل آسان ڪئي. پراڻي زماني ۾ ٿر جا ماڻهو کوھ وڏي مشڪل سان گهڻي خرچ ۽ گهڻي مدت ۾ تيار ڪندا هئا. شروع ۾ تمام ڪشادا کوھ کوٽيندا هئا، ڪماٽين سان جهلي پاڻي تائين کوٽي ويندا هئا ۽ پوءِ تري کان سرن يا پٿرن سان مٽي ۾ ٻڌڻ شروع ڪندا هئا، جنهن ۾ وڏي تڪليف ۽ جان جو بہ جوکو هوندو هو. مولانا عبدالحق چانديي هڪ نئون طريقو ايجاد ڪيو جنهن جو نالو "اونڌو ٻانڌو" رکيائين. ان جي سرن جو ڪاري مولانا عبدالحق 9x13 انچ تيار ڪرايو. هن سرجي ڊيگهہ 13 انچ ۽ ويڪر 9 انچ هئي. اها جڏهن کوهن جي اندر گول دائري ۾ چونڊبي آهي تہ هن جو 9 انچ وارو پاسو اندرين ۽ 13 انچ وارو پاسو ٻاهرين طرف ايندو آهي. جنهن ڪري کوھ مضبوط ٿئي ٿو ۽ آسانيءَ سان اوساري توڙي مرمت ڪري سگهجي ٿي. مولانا عبدالحق پنهنجي هٿن سان اهڙو کوھ، مسجد راوت سر لڳ اوپر پاسي ٺاهيو، جيڪو اڄ بہ موجود آهي. مولانا اهڙا ٿر ۾ ٻيا بہ ڪيترائي کوھ ٺهرايا، جيڪي "اونڌي ٻانڌي" کوھ جي نالي سان ياد ڪيا وڃن ٿا. هن قسم جو کوھ هڪ مهيني ۾ کوٽجي تيار ٿئي ٿو. اڳ ۾ ٿي سال کوھ جي کوٽائي ۾ لڳي ويندا هئا. هاڻي گهٽ خرچ، گهٽ وقت، گهٽ تڪليف ۽ گهٽ ماڻهن سان هن قسم جا کوھ ٺهي سگهن ٿا.

**ائٽڪن، اِي. ايچ** (Edward Hamilton Aitken): سنڌ جي گزيٽيئر جو مرتب اِي. ايچ ائٽڪن، 16 آگسٽ 1851ع تي ساٿن پارٽ ۾ پيدا ٿيو بنيادي تعليم پارٽ ۾ پنهنجي والد کان ورتائين. بي. اي ۽ ايم. اي بمبئي يونيورسٽيءَ مان فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪيائين. هندي ۽ انگريزيءَ کان سواءِ لاطيني ۽ يوناني ٻوليون بہ سٺي نموني ڄاڻندو هو 1876ع ۾ گورنمينٽ آف ممبئيءَ جي Customs and Salts Department ۾ نوڪريءَ جي شروعات ڪيائين ۽ مختلف شهرن ۾ خدمتون سرانجام ڏنائين. مئي 1903ع ۾ ڪيس ڪراچيءَ بدلي ڪري ڪسٽم ۽ سالٽ کاتي جو چيف ڪليڪٽر مقرر ڪيو ويو جيتوڻيڪ سنڌ جو ڀرپور مڪمل گزيٽيئر اي. ڊبليو هگس 1876ع ۾ مرتب ڪيو هو پر ان ۾ ڪيترين شين جي کوٽ جي ڪري هڪ مڪمل گزيٽيئر جي ضرورت محسوس ڪئي وئي. خاص طور تي ان وقت جي سنڌ جي ڪمشنر سر ايوان جيمس ان مسئلي ۾ تمام گهڻي



دلچسپي ورتي. نيٺ بنجمين ايڊمن برنيڊن کي 15 نومبر 1904ع تي سنڌ جي ضلعن جي گزيٽيئر ترتيب ڏيڻ لاءِ مقرر ڪيو ويو مسٽر بينجمن ٿوري وقت ۾ ڪجهہ مواد بہ گڏ ڪري ورتو. خيال هوتہ هو هر ضلعي جو گزيٽيئر ٻن ٻن جلدن ۾ تيار ڪندو. حيدرآباد بابت مواد گڏ ڪندي مسٽر بينجمن برنيڊ جي طبيعت خراب ٿي وئي، جنهن ڪري هو موڪل تي لنڊن روانو ٿي ويو ۽ سڄي ڪم جي چارج مسٽر اي. ايچ ائٽڪن کي ڏني وئي.

مسٽر ائٽڪن اڳ گڏ ٿيل مواد کي بيهر ترتيب ڏني، ورجاءُ وارو مواد مسودي مان ڪڍيو ويو. 1907ع ۾ نئين ترتيب ۽ مواد سان گزيٽيئر شايع ٿيو. جنهن جي جلد- A کي ٻن حصن ۾ ورهايو ويو ۽ جلد- B کي ڪيترن حصن ۾ آٺن ضلعي گزيٽيئر جي. ڊبليو سمٿ (J.W.Smith) ترتيب ڏنو. گزيٽيئر جي پهرئين حصي ۾ صوبائي معلومات جو مواد رکيو ويو. جنهن ۾ سنڌ جي آرڪيالاجي، زدامت (اينيڪئٽي) جاگرافي ۽ تاريخ جو مواد شامل هو. جڏهن تہ ضلعي مواد واري حصي ۾ واپار، انڊسٽري، تعليم، صحت، روينيو عام تعلقات، قبيلا، قومون ۽ تاريخي جايون شامل ڪيون ويون. جلد- B جي ضلعن جي لحاظ کان ترتيب هيٺينءَ ريت رکي وئي:

| | |
|---|---|
| (1)V.B - 1 | Karachi District (1920) |
| (2) B — 2 | Hyderabad District (1920) |
| (3) B — 3 | Sukkur District (1919) |
| (4) B — 4 | Larkana Distrcit (1919) |
| (5) B — 5 | Nawabshah District (1920) |
| (6) B — 6 | Thar and Parkar District (1919) |
| (7) B — 7 | Upper Sindh Frontier District (1919) |

ضلعي گزيٽيئرن مان جتي ان دور جي تعليم، صحت، تجارت، زراعت ۽ لوڪل گورنمينٽ وغيره جي خبر پوي ٿي، اتي مشهور ماڻهن ۽ مشهور ماڳن جي معلومات بہ ملي ٿي. مسٽر ائٽڪن جيتوڻيڪ گزيٽيئر تي ڪم نہ ڪيو هو پر بعد ۾ اهڙي ذميواري ملڻ تي هن ڪافي محنت ڪئي ۽ مواد جي سهيڙ جي خوبين ۽ خامين جي ذميواري پاڻ تي کنئي. اهو ئي سبب آهي تہ سڄي هندستان ۾ شايع ٿيل گزيٽيئرن ۾ ائٽڪن جي گزيٽيئر کي وڏي اهميت حاصل آهي. آگسٽ 1906ع ۾ اي. ايچ ائٽڪن نوڪريءَ تان رٽائر ٿيو ۽ 'Eho' جي نالي سان هندستان جي نيچرل هسٽريءَ بابت لکندو رهيو 1907ع ۾ هندستان کي الوداع ڪري برطانيہ روانو ٿي ويو جتي ايڊن برگ ۾ 1909ع ۾ وفات ڪيائين. سندس ڪيترائي ڪتاب

شايع ٿيل آهن، جن مان هيٺيان اهم آهن:

- The Tribes an any Frontier
- An Indian Matura list's Foreign Pding (1883)
- Behind the Bungalow (1894)
- The Naturalist on the Prowl (1894)
- The Common Birds of Bombay (1900)

**اي آهو چشم ڪڏر (ڪتاب):** هيءَ ڪتاب ناليواري شاعر شيخ اياز جي شاعريءَ جي ٻن ڪتابن ’هرڻ اکي ڪيڏانهن‘ ۽ ’پتڻ ٿو پور ڪري‘ جو منظوم اردو ترجمو آهي، جيڪو سنڌي ٻوليءَ جي نامياري شاعر مقصود گل ترجمو ڪيو آهي. هيءُ ڪتاب ٻن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي. جنهن مان پهريون ڀاڱو ’اي آهو چشم ڪدهر‘ عنوان سان آهي، جيڪو ’هرڻ اکي ڪيڏانهن‘ جو منظوم اردو ترجمو ۽ ٻيو ڀاڱو ’ساحل پہ طلاطم‘ جي عنوان سان ڪتاب ’پتڻ ٿو پور ڪري‘ جو ترجمو آهي. هن ڪتاب جي نظر ثاني اردو جي ٻن ناميارين شاعرائن فهميده رياض ۽ ڊاڪٽر فاطمه حسن ڪئي آهي.




**اياز حسين ابڙو:** ناليوارو مصور اياز حسين ولد يار محمد خان ابڙو 20 مئي 1946ع تي ڳوٺ جيئڻ ابڙي تعلقي قنبر ۾ ڄائو. سنڌس والد فارسيءَ جو ڄاڻو ۽ شاعريءَ جو شوق رکندو هو. جنهن ڪري هن جو به فنون لطيفه ڏانهن لاڙو ٿيو. هن ابتدائي تعليم پرائمري اسڪول جيئڻ ابڙي ۾ ورتي، مئٽرڪ هاءِ اسڪول قنبر مان ڏني ۽ ان ڪانسواءِ هن 1962ع ۾ سنڌي فائنل پاس ڪئي. انور ابڙو اسڪائوٽنگ ٽريننگ، معلم قرآن ڪورس ۽ پرائمري ٽريننگ ڪورس ڪري پهرين فيبروري 1972ع تي پرائمري استاد ٿيو ۽ 31 ڊسمبر 1998ع تي هيڊ ماستر جي عهدي تان رٽائر ٿيو. اياز حسين، مصوريءَ جي سکيا قنبر جي ناليواري مصور محمد عالم ابڙي کان ورتي، جنهن کان پوءِ مسلسل رنگن سان منظر چٽيندو رهيو. خاص طور هن ڪلچرل ۽ مينيچر پينٽنگ ٺاهيون، جن ۾ گلن، ٻوٽن، زميني منظرن ۽ جانورن وغيره جون پينٽنگس شامل آهن. هن پکين جا مٽيءَ ۽ پلاسٽر آف پئرس مان ڪيترا عمدا ماڊل پڻ ٺاهيا. اياز حسين ابڙو مصور سان گڏ موسيقار به هو. سارنگي، بانسري، سرندو، وائلن، بينجو، هارمونيم ۽ ڪي بورڊ وغيره مهارت سان وڄائيندو هو. جڏهن ته وائلن، سرود، سرندي، سارنگيءَ ۽ مرنا واري يڪتاري جهڙا ساز خود ٺاهيندو هو. اياز مصوريءَ ۽ موسيقيءَ کان سواءِ شاعري به ڪندو هو. هن جا هيٺيان ڪتاب اشاعت هيٺ آهن: (1) بحر فراق (شاعري)، (2) بيان ساز



(سازن بابت الف - ب وار ڄاڻ) ۽ (3) راڳ وديا (هنديءَ مان ترجمو). هن نامور مصور 2002ع ۾ وفات ڪئي.

**اي. بي. حليم:** مشهور تعليمي ماهر ۽ محقق پروفيسر ابوبڪر احمد حليم پهرين مارچ 1897ع تي ڀارتي رياست بهار جي علائقي ارڪي جهان آباد ۾ جنم ورتو هو. هو تحريڪ پاڪستان جو سرگرم ڪارڪن به رهيو آهي. ڪيس تاريخ جي موضوع سان گهڻي دلچسپي هئي. اعليٰ تعليم بعد علي ڳڙهه مسلم يونيورسٽيءَ ۾ تاريخ جي شعبي جو سربراهه ٿيو ۽ اڳتي هلي اتي پرو وائيس چانسلر به رهيو. سنڌ يونيورسٽيءَ جي قيام ڪانپوءِ ان جو 1947ع کان 1951ع تائين وائيس چانسلر مقرر ٿيو. جڏهن سنڌ يونيورسٽي حيدرآباد منتقل ٿي ته ڪيس بعد ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر مقرر ڪيو ويو. هن 20 اپريل 1995ع تي وفات ڪئي.



**ايجاب ۽ قبول:** هي شرعي اصطلاح آهي، جنهن جي معنيٰ واپار يا نڪاح جي وقت اقرار ڪرڻ آهي. يعني واپار يا نڪاح جون ڌريون جيڪي خريد ۽ فروخت يا نڪاح جي اقرار جا الفاظ ورجائن ٿيون، تن کي ايجاب ۽ قبول چيو وڃي ٿو. مثال طور ڪو شخص چوي ته مون توکي فلاڻي شيءِ هيتري رقم جي عيوض ۾ وڪڻي ڏني يا ڪو مرد چوي ته مان هيتري ’مهر‘ جي عيوض توکي نڪاح ۾ آڻڻ گهران ٿو يا عورت چوي ته مان هيتري مهر جي عيوض تو سان نڪاح ڪريان ٿي. اهو ’ايجاب‘ چئبو. اهي الفاظ ڌرين جا وڪيل به ادا ڪري سگهن ٿا. ٻي ڌر جي طرفان جيڪا رضامندي هوندي ان کي قبول چيو ويندو. ايجاب ۽ قبول جي الفاظن جو ماضي جي صيغي وارو هجڻ ضروري آهي. مستقبل جي صيغي ۾ ايجاب ۽ قبول نه ٿيندو. مثال طور ڪو هي چوي ته آئون هي شيءِ توکي وڪڻندس يا تو سان نڪاح ڪندس. ته اهو ’ايجاب‘ نه چئبو. اهڙيءَ طرح ڪو هي چوي ته مان تنهنجي شيءِ خريد ڪندس يا تنهنجي نڪاح کي قبول ڪندس ته اهو ’قبول‘ نه ٿيندو.

**ايڊورڊ سعيد:** ايڊورڊ سعيد يروشلم جي هڪ خوشحال عيسائي گهراڻي ۾ پهرين نومبر 1935ع تي جنم ورتو. ان وقت فلسطين برطانيا جي راڄ هيٺ هو. هي ابتدا ۾ يروشلم، قاهره ۾ رهيو ۽ پوءِ ننڍي عمر ۾ ئي وڃي آمريڪا ۾ رهيو ۽ اتي تعليم ورتائين. هن گريجوئيشن ۽ ماسٽرس پرسٽن يونيورسٽيءَ مان ڪئي ۽ ڊاڪٽريٽ جي ڊگري هارورڊ يونيورسٽيءَ مان ورتي، جنهن دوران هن آرٽ، ادب ۽ ميوزڪ سان دلچسپي رکڻ سان گڏ فلسطيني سياست ۽ جدوجهد ۾ عملي قدم وڌايو هن پنهنجي آتم ڪهاڻي



(Place out of) سميت ويهن کان وڌيڪ ڪتاب لکيا، جن ۾ فلسطين جي تاريخ، موسيقي کان وٺي وچ اوڀر ۾ فلسطين جي آزاديءَ لاءِ ٿيندڙ جدوجهد جهڙا موضوع شامل هئا، پر جنهن ڪتاب کيس سڀ کان وڌيڪ شهرت ڏني، اهو 1978ع ۾ شايع ٿيندڙ Orientatism، (مشترقيت) هو. هيءُ ڪتاب نيشنل بوڪ اوارڊ لاءِ به نامزد ٿيو. انڪانسواءِ سندس ٻين اهم ڪتابن ۾ هيٺيان اهم آهن:

- Culture and Representation of Imperialism
- The End of the Peace Process
- Power, Policitics and Culture Out if Place.

سندس ڪتاب دنيا جي 24 ٻولين ۾ ترجمو ٿي ڇپجي چڪا آهن. ايڊورڊ سعيد ڪولمبيا يونيورسٽيءَ ۾ انگريزي ادب جو پروفيسر هو. کيس فڪري محاذ تي فلسطيني ڪيس جو سگهارو نمائندو ڄاتو وڃي ٿو. فلسطين جي آزاديءَ بابت قومي ڪائونسل جو نمائندو به رهيو آهي، پر جيئن ئي ياسر عرفات اوسلو هيٺ اسرائيل سان امن ناهه ڪيو ته هن نه رڳو قومي ڪائونسل تان احتجاج طور استعيفا ڏني، پر اوسلو ناهه کي هن غلاميءَ کان وڌيڪ بدتر ڄاڻايو. هن "ڊان" اخبار ۾ به ڪالم لکيا. ايڊورڊ سعيد اهڙو تاريخدان هو، جيڪو هڪ ئي وقت سنگيت ناٽڪ پيانو وڄائڻ جو ماهر هو. هو آمريڪا جي ساڄي ڌر لاءِ هڪ اهڙي نفرت آميز شخصيت رهيو، جنهن کي ڪجهه نقادن (Professor of Terror) (دهشت جو پروفيسر) جهڙي خطاب سان به نوازيو. ايڊورڊ 9 سيپٽمبر واري واقعي کان هڪ مهينو پوءِ مشهور آمريڪي پروفيسر ۽ نظريي دان سيموئل هنگٽن جي ٿيوري The Clash of Civilization (تهذيبن جو ٽڪراءُ) کي The Clash of Ignorance (جاهليت جي ٽڪراءُ) سان ڀيٽيو. ان واقعي کان فورن پوءِ آمريڪي اخبار The Nation ۾ West v/s East (اولهه باقي دنيا) جي مقابلي ۾ سرد جنگ واري تصوير جي بنياد تي گڏيل "تهذيبن جي ٽڪراءُ" واري نظريي جي هن چڱي نموني چنڊڇاڻ ڪئي. ايڊورڊ سعيد 25 سيپٽمبر 2003ع تي ڪينسر وگهي آمريڪا ۾ وفات ڪئي، سندس آخري ڪتاب (On Late Style) آهي، جيڪو سندس وفات کانپوءِ 2006ع ۾ ڇپيو.

**ايسر خدمتگذار:** ايسر خدمتگذار، مير بجار خان ٽالپر جو خاص منشي ۽ خدمتگذار هو ۽ هميشه مير بجار سان گڏ هوندو هو. جڏهن ميان عبدالنبي جوڌپور جي راجا کي امرڪوٽ جي لالچ ڏئي مير بجار خان ٽالپر کي قتل ڪرائڻ تي راضي ڪيو هو ته هيءُ ان ڪانپوءِ خاموش ٿي ويهي رهيو. جوڌپور جي راجا چار راٺوڙ قبيلي جا ماڻهو انهيءَ ڪم لاءِ تيار ڪيا. اهي چار ئي راٺوڙ سنڌ پهچي ايسر سان مليا ۽ ايسر جي هٿان مير بجار خان ڏانهن پيغام موڪليائون ته ميان عبدالنبي جيڪي خط جوڌپور جي راجا کي لکيا آهن، انهن ۾ اوهان بابت ته گهڻو ڪجهه لکيل آهي. هڪڙي جاءِ خالي ڪرايو جتي اسان ڪان ۽ توهان کانسواءِ ڪو به نه هجي ته اهي خط اوهان کي پڙهي ٻڌايون.

مير بجار اهو ٻڌي ايسر کي حڪم ڪيو ته هڪ جاءِ جو بندوبست ڪر. ايسر جاءِ جو بندوبست ڪري جوڌپور جي آيل راٺوڙن کي اتي اچڻ لاءِ چيو. راٺوڙ اتي پهتا ۽ مير بجار خان ٽالپر کي خطن پڙهڻ ۾ محو ڏسي راٺوڙن مٿس تلوارن ۽ خنجرن سان حملو ڪيو. ٻن راٺوڙن به خنجر مير بجار جي پاسن ۾ هنيا، اهو لقاءُ ڏسي ايسر وڏي آيو جنهن کي به راٺوڙن قتل ڪري ڇڏيو. جنهن دوران مير بجار خان تلوار ڪڍي هنن چئني راٺوڙن سان وڙهڻ لڳو. به راٺوڙ مير بجار ماري وڌا ۽ باقي به ڀڄي ويا.

**ايشين آرٽس اڪيڊمي، ڪراچي:** 1979ع ۾ هيءَ اڪيڊمي قمر شهباز ۽ سندس دوستن جي ڪوشش سان قائم ٿي، هن جو مکيه ليکڪ ۽ هدايتڪار قمر شهباز هوندو هو. هن ناٽڪ منڊليءَ طرفان ڪيترائي ناٽڪ پيش ڪيا ويا.

**ايف. اي. خان، ڊاڪٽر:** پاڪستاني آثار قديمه جي ماهر ۽ تحقيقي اداري جي هن سربراهه ابتدائي تعليم مڪمل ڪرڻ بعد ننڍي کنڊ جي مشهور ۽ پهرين مسلم يونيورسٽي عليگڙهه مان پهريان تاريخ جي شعبي ۾ ۽ پوءِ جاگرافي جي شعبي ۾ ماسٽرز جون ٻه ڊگريون حاصل ڪيون.



بعد ۾ هن لنڊن يونيورسٽي مان آثارِ قديمه جي شعبي ۾ "سنڌو تهذيب جو آڳاٽي ايراني ڪلچر سان واسطو' (An Archaeological study of the Indus valley civilization and their relationship to the early cultures of Iran) جي عنوان سان تحقيقي مقالو تحرير ڪري پي. ايڇ. ڊي جي سند حاصل ڪئي. آڪٽوبر 1938ع ڌاري، هندستاني آثار قديمه جي سرڪاري اداري ۾ شموليت اختيار ڪيائين. جتان پوءِ 1947ع ۾ کيس هندستاني حڪومت پاران چيني آثارِ قديمه بابت علمي ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ ٽن سالن لاءِ چين موڪليو ويو. آثارِ قديمه جي شعبي ۾ سندس اهم ڪارنامو سنڌو ماٿري تهذيب تي گذريل 25 سالن ۾ ٿيل تحقيق جو وسيع پيماني تي تقابلي مطالعو انتهائي اهميت جو حامل آهي. ان کان علاوه هن قديم هندو، ٻڌمت ۽ اسلامي دؤر جي آثارن ۽ انهن دورن بابت پيدا ٿيل مفروضن/ مسئلن جو تحقيقي نقطهء نگاهه سان مطالعو پڻ پيش ڪيو. پاڻ 1954ع کان اوڀر پاڪستان ۾ موجود قديم ٻڌمت جي ماڳ ميناماتي جي کوٽائي جي عمل ۾ سرگرم رهيو. جڏهن ته سندس ٻين اهم تحقيقن ۾ سنڌو ماٿري جي آڳاٽي هڙپا ۽ موهن جي دڙي جي تهذيب ۽ آبادڪاري واري پراڻي ماڳ ڪوٽڏيجي بابت کوجنا، سنڌ جي شهر ڀنڀور ۾ اٺين صدي عيسوي ڌاري عربن پاران قائم ڪيل آڳاٽي شهر جي آثارن تي ڪيل تحقيق شامل آهي.

هن پنهنجي تحقيقي ڪم جي حوالي سان بي شمار مقالا تحرير ڪيا آهن، جيڪي مختلف ملڪن جهڙوڪ: آمريڪا، نيدرلينڊ، برطانيه، هندستان ۽ پاڪستان جي تحقيقي جرنلن ۾ شايع ٿيندا رهيا آهن. آثارِ قديمه جي حوالي سان سندس ڪيل خدمتن عيوض 1961ع ۾ پاڪستاني سرڪار پاران کيس تمغهء پاڪستان سان نوازيو ويو. سندس شايع ٿيل ڪتابن جي فهرست هن ريت آهي:

- Mainamati: Recent Archaeological Discoveries In

East Pakistan (1955).

- Preliminary Report On Koti Diji Excavation (1957-58).
- Preliminary Report On Banbhroe Excavations (1960).
- The Princess Bomba Collection (Antiquities Of Sikh Period): Catalogue, With Bomba Jindan Dileep Singh Sutherland (1961).
- Banbhore: A Preliminary Report On The Recent Archaeological (1963).
- Mainmati; A Preliminary Report On The Recent Archaeological (1963).
- The Indus Valley And Early Iran (1964).
- The Glory That Was Mohenjodaro (1967).
- The Glory That Was Harrapa (1967).
- Architecture And Art Treasures In Pakistan, (1969).

**ايف. پي. بند:** ايف. پي. بند، ٻوڏ جي پاڻيءَ کان بچاءَ لاءِ هڪ تعمير ٿيل بند آهي، جيڪو جيڪب آباد ضلعي کان هلي وڃي منڇر تي ختم ٿئي ٿو ايف. پي. بند جو پورو نالو (Flood Protective Bund) يعني (ٻوڏ کان بچاءَ بند) آهي. هي بند انگريزن جي دور ۾ سکر بئراج تعمير ٿيڻ کانپوءِ 33، 1932ع ڌاري ٺاهيو ويو. 1975ع واري درياهي ٻوڏ ۾ پاڻيءَ جي دٻاءَ سبب ڪن هنڌن تان هن بند ۾ گھارا پئجي ويا هئا. ان کانپوءِ آگسٽ 2011ع ۾ آيل ٻوڏ سبب هن بند کي ڪافي هنڌن تان گهارا لڳا. ضلعي لاڙڪاڻي جي ويهڙ ڳوٺ لڳ سيري پتڻ وٽ بند ڪمزور ٿي ويو، جنهن ڪري ڳوٺاڻن ڳوٺ ٻڏڻ کان بچائڻ لاءِ بند کي مضبوط ڪيو. بند کي مضبوط ڪندي سيري پتڻ وٽ ٽي مهاڻا / ڳوٺاڻا بند جو ڪپر ڪرڻ سبب دٻجي فوت ٿي ويا. انهن معصوم ڳوٺاڻن جي هن قربانيءَ سبب بند ٽٽڻ کان بچي ويو. اڄڪلهه ان جاءِ تي ٽن شهيد ڳوٺاڻن جو يادگار تيار ڪيو ويو آهي.

**ايڪتا (اخبار):** هيءَ هفتيوار اخبار 21 ڊسمبر 1933ع تي لاڙڪاڻي مان جاري ٿي. جنهن جو ايڊيٽر قسمت راءِ چگاڻي هو. هن اخبار تي 1935ع ۾ پي. ڊبليو ڊي کاتي سميت ٻيا به ڪيترائي بدناموسيءَ جا ڪيس لڳا. هن اخبار جو ساليانو چندو اڍائي روپيا هو ۽ ان جون 500 ڪاپيون نڪرنديون هيون. هيءَ اخبار قسمت پريس' لاڙڪاڻي مان ڇپائي پڌري ڪئي ويندي هئي.

**ايڪتا (فلم):** سنڌي ٻوليءَ جي هيءَ پهرين بليڪ اينڊ وائيٽ فلم ماتليءَ جي اداڪار، ڳائڪ، فنڪار، ليکڪ ۽ زميندار رئيس ڪريم بخش خان نظاماڻيءَ ورهاڱي کان اڳ ٺاهي هئي. هيءَ فلم 1934ع ڌاري ٺهڻ شروع ٿي ۽ 1942ع ۾ مڪمل ٿي، هيءَ فلم پهريون ڀيرو ڪراچيءَ جي تاج محل سئنيما ۾ چئين بجي واري شو ۾ رليز ٿي. هن فلم جو فلمساز ۽ موسيقار رئيس ڪريم بخش خان نظاماڻي، ڪهاڻيڪار ۽ ڪالم نگار آغا عبدالنبي ۽ ڊائريڪٽر هومي واڊيا، جمشيد واڊيا جو ڀاءُ هو. فلم بمبئيءَ جي اسٽوڊيو "واڊيا اسٽوڊيوز" ۾ ٺهي تيار ٿي. فلم جي اداڪارن ۾ رئيس ڪريم بخش نظاماڻي (هيرو) ڪوشيلا (هيروئن، جيڪا يو. پي جي رهندڙ هئي)، مايا ديوي، هري شوداساڻي، چانڊو شوداساڻي، فاني، سڪندر، گلشن صوفي ۽ ٻيا هئا. هن فلم جو افتتاح خانبهادر الهه بخش سومري (ٽڏهوڪي وزيراعظم سنڌ) ڪيو هو. ساڻس مشهور سياسي ۽ سماجي ڪارڪن جمشيد نسراونجي به گڏ هو. خانبهادر الهه بخش سومري اتي تقرير به ڪئي هئي. هن فلم جو موضوع هندو مسلم اتحاد هو. هيءَ سنڌي ٻوليءَ جي پهرين فلم هئي، ان ڪري سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان شوقين هن فلم کي ڏسڻ لاءِ ايندا هئا. فلم سٺو بزنس ڪري ها، پر واپاري ڏاڍي بنديءَ سبب فلم کي ٻه هفتا هلائي سئنيما مان لاٿو ويو. جنهن ڪري رئيس ڪريم بخش کي ڪافي نقصان پيو.

**ايلي ڪاٽ علي گوهر:** ايلي ڪاٽ علي گوهر جي والده انگريز دور ۾ ليڊي ڊفرن اسپتال ۾ هڪ ڊاڪٽرياڻي هئي ۽ سندس پيءُ آرٿر سڊني ڪاٽ (Arthur Sydney Acott) حيدرآباد ۽ ميرپورخاص جو ڪليڪٽر هو.



ايلي ڪاٽ جي والده جا منشي محمد علي جي گهرواريءَ سان تمام سٺا تعلق هئا. هن کي اولاد نه پئي ٿيو هڪ ڀيري اشرف شاهه جي پڙ مان ماتمي جلوس پئي آيو ته هن ڊاڪٽرياڻيءَ سيني کي دعا گهرندي ڏسي پاڻ به پنهنجي اولاد لاءِ دعا گهري، انهيءَ سال ڪيس پٽ ڄائو جنهن کان پوءِ هي پاڻ ۽ پنهنجي پٽ ايلي ڪاٽ کي محرم جي ڏهاڙن ۾ ڪارا ڪپڙا پارائيندي هئي. اڳتي هلي انهيءَ ايلي ڪاٽ اسلام قبول ڪيو ۽ پنهنجو نالو علي گوهر ڪاٽ رکيائين. هي ايڪسائيز انسپيڪٽر آف سنڌ به رهيو. اشرف شاهه جي پڙ، قدم گاهه مولا علي ۽ ٻين هنڌن جتي به مجلس ٿيندي هئي ته ايلي ڪاٽ پاڻ اتي وڃي شريڪ ٿيندو هو. اڪثر وقت اشرف شاهه جي پڙ ۾ گذاريندو هو. هن اشرف شاهه جي درگاهه کي ٺهرايو ۽ اتان پاڻ ذوالجناح سينگاري ماتمي جلوس جو انتظام ڪندو هو ۽ نياز به ڪندو هو. هي نماز ۽ تهجد جو سخت پابند هوندو هو. جوانيءَ ۾ هڪ دفعو لنڊن ويو، جتي سندس پيءُ سندس شادي ڪرائي هئي، جنهن مان ڪيس ٻه پٽ ۽ هڪ ڌيءُ جو اولاد ٿيو. ڪجهه عرصي کانپوءِ هي حيدرآباد ۾ اچي رهائش پذير ٿيا. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ جڏهن سڀ انگريز آفيسر موٽي لنڊن ويا، تڏهن هن جي پيءُ ۽ زال به موٽي هلڻ لاءِ ضد ڪيو. آخرڪار هن جي انڪار بعد علي گوهر ڪاٽ جو پيءُ، زال ۽ ٻار ڪائنس ناراض ٿي لنڊن هليا ويا.

علي گوهر ۽ سندس ماءُ هتي رهي پيا. علي گوهر جي والده جلد وفات ڪئي، جنهن کي حيدرآباد جي گورا قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو. ان کان پوءِ علي گوهر اشرف شاهه جي پڙ کي اچي وسايو ۽ عزاداريءَ ۽ ماتمي جلوس منعقد ڪرائيندو هو. هن 1970ع ۾ وفات ڪئي ته ڪيس اشرف شاهه جي درگاهه ۾ ئي دفن ڪيو ويو. اهو پڙ پاڪستان ٺهڻ کان وٺي هاڻي اشرف شاهه جو پڙ نه پر 'ايلي ڪاٽ جو پڙ' سڏبو اچي. اهو پڙ حيدرآباد جي پڪي قلعي جي صدر دروازي جي پر ۾ موجود آهي، جتي اڄ به عزاداريءَ جو سلسلو جاري آهي.

**ايليمينٽري سنسڪرت اسڪول (حيدرآباد):** ورهاڱي کان اڳ هي اسڪول حيدرآباد ۾ ميونسپالٽيءَ پاران قائم ٿيو هو، جنهن ۾ گهڻو ڪري برهمڻ ٻار پڙهندا هئا. هن اسڪول ۾ صرف سنسڪرت پڙهائي ۽ سيکاري ويندي هئي. هي اسڪول حيدرآباد جي بهترين اسڪولن ۾ شمار ٿيندو هو. هي اسڪول زناني اسپتال جي سامهون هو ۽ ورهاڱي کانپوءِ بند ٿي ويو.

**ايمپائر سئنيما (لاڙڪاڻو):** هيءَ سئنيما لاڙڪاڻي شهر ۾ 1932ع ۾ ٺهي تيار ٿي. هن سئنيما جو اصل نالو ”پربات ٽاڪيز“ هو، پر اڳتي هلي ايمپائر سئنيما جي نالي سان مشهور ٿي. هيءَ مڪمل ايئرڪنڊيشنڊ سئنيما هئي. سئنيما ۾ ماڻهن جي ويهڻ لاءِ ڪل 1100 سيٽون هيون. هن سئنيما ۾ شروع وارن ٻن سالن ۾ گونگيون فلمون هلايون وينديون هيون. ايمپائر سئنيما جي ڇت ۾ بيلجم جا ٺهيل 16 گارڊر پيل هئا. هڪ گارڊر جو وزن 2 ٽن، ڊيگهه 42 فوٽ ۽ ويڪر اڍائي فوٽ هئي. سئنيما ڍهڻ وقت مالڪ اهي گارڊر لکين رپين ۾ پنجاب جي هڪ ڪارخاني جي مالڪ کي وڪڻي ڏنا. اهي گارڊر گهڻو وزني هجڻ سبب ٻُليءَ (چڪري) ذريعي ٽرالرن تي رکي پنجاب اماڻيا ويا. هن سئنيما ۾ ”جيجل ماءُ“ سميت ڪيترين سنڌي فلمون هلايون ويون. لاڙڪاڻي جي تاريخ ۾ جنهن فلم سلور جوبلي حاصل ڪئي، اها سنڌي فلم ”پرديسي“ هئي. جنهن انڊيا جي مشهور فلم ”آن“ کي به پوئتي ڇڏيو هو هيءَ فلم ايمپائر سئنيما ۾ لڳي هئي. هن سئنيما کي مارچ 2004ع ۾ ڊاٺو ويو. هن سئنيما جي نالي سان اڄ به لاڙڪاڻي شهر ۾ ”ايمپائر روڊ“ مشهور آهي.

**اي ـ ميل** (E-mail): اليڪٽرانڪ ميل کي عام طور اي ميل چيو ويندو آهي. هيءَ جديد دنيا ۾ تحريري رابطي جو موثر ترين ذريعو آهي. اِي ميل جي شروعات 1965ع کان ٿي. پهريون اي ميل ميسيج (E-mail Massage) 1971ع ۾ مشهور انجنيئر ري ٽام لنڪسن مختلف ڪمپيوٽرن جي نيٽ ورڪ تي موڪليو. اي. ٽام لنڪسن اهو ميسيج @ جي نشاني استعمال ڪندي رسيونگ مشين لاءِ ڊزائين ڪيو هو.

اي ميل ڪرڻ لاءِ اڪائونٽ جو هجڻ ضروري آهي، ان لاءِ مختلف سروس پرووائيڊر ويب سائيٽن تان اي ميل ايڊريس ٺاهي سگهجي ٿي يا اهڙي طرح جي ميل ۽ ياهو (yahoo) پڻ سروس مهيا ڪري ٿي. جڏهن ته آخري حصي کي (Domain name) چئبو آهي ۽ انهيءَ ذريعي ڪمپيوٽر کي خبر هوندي آهي ته ڪٿي ۽ ڪنهن کي ميل موڪلڻي آهي، جنهن ٽيڪنالاجي جي ذريعي اي ميل هڪ ڪمپيوٽر کان ٻئي ڪمپيوٽر کي موڪلي ويندي آهي. انهي کي S.M.T.P يعني سمپل ميل ٽرانسفر پروٽوڪول چيو ويندو آهي. جڏهن پنهنجي اڪائونٽ مان ڪنهن ٻئي ڪمپيوٽر کي اي ميل ڪبي آهي ته اسڪرين تي مختلف فيلڊز نظر اينديون. جتي To لکيل هجي، اتي ان ماڻهوءَ جي ايڊريس لکڻي آهي، جنهن کي اي ميل ڪرڻ گهربل هوندي آهي. (C.C) (ڪاربن ڪاپي) جيڪڏهن هڪ ئي ميسيج کي هڪ کان وڌيڪ ماڻهن کي موڪلڻو هجي ته سڀن جي مڪمل اِي ميل ايڊريس لکي موڪلي سگهجي ٿي. (B.C.C) (بلائينڊ ڪاربن ڪاپي) هن طريقي ۾ (B.C.C) ميسيج وصول ڪرڻ وارو اهو ڏسي سگهجي ٿو ته To ۾ ڪنهن کي ميسيج ڪيو ويو آهي پر To فيلڊ جو ماڻهو نٿو ڏسي سگهي ته (B.C.C) ۾ ڪنهن کي ميسيج ڪيو ويو آهي. هن فيلڊ کي ان وقت استعمال ڪيو ويندو آهي جڏهن اهڙن ماڻهن کي هڪ ئي وقت ميسيج موڪلڻو هجي جيڪي هڪ ٻئي کي نه سڃاڻن. ان کانپوءِ پنهنجو ميسيج لکي (send) بٽڻ کي دٻائبو ته ان ڏانهن ميسيج هليو ويندو. اِي ميل دنيا ۾ وڌ کان وڌ استعمال ڪئي ويندي آهي.

**اين. ايف. سي اوارڊ:** اين. ايف. سي جي پوري معنيٰ ”National Financial Commission Award“ آهي، جنهن کي سنڌيءَ ۾ ’قومي مالياتي اوارڊ‘ چئجي ٿو. اين. ايف. سي اوارڊ ملڪ جو صدر لاڳو ڪندو آهي. ناڻي واري وفاقي وزير جي اڳواڻيءَ ۾ تيار ٿيل هن ڪميشن ۾ چئني صوبن جا ناڻي وارا وزير ۽ صدر جا مقرر ڪيل نمائندا شامل هوندا آهن. پاڪستان ۾ وفاق ۽ صوبن وچ ۾ رقمن جي ورڇ جي شروعات 1951ع کان ٿي. هينئر تائين اٺ مالياتي اوارڊ پيش ٿي چڪا آهن. انهن مالياتي اوارڊ تي وفاق ۽ صوبن ۾ اختلاف رهيا ۽ ارڙهين ترميم بعد گهڻي ڀاڱي معاملا حل ڪيا ويا. 1951ع کان وٺي 1974ع تائين جيڪي به مالياتي اوارڊ آيا آهن، انهن ۾ وفاق کان صوبن ڏانهن منتقل ٿيندڙ رقمن ۾ صوبن جي حصي ۾ مسلسل واڌارو ٿيندو رهيو ۽ صوبن مان اوڳاڙيل ٽئڪسن جو وڏو حصو صوبن کي ملندو رهيو آهي، پر 1990ع کانپوءِ حڪمت عملي تبديل ڪئي وئي ۽ ورڇ جوڳي پول ۾ نوان ٽئڪس شامل ڪيا ويا، انهن ۾ وري وفاق جو حصو صوبن کان وڌيڪ رکيو ويو. 1997ع ۾ جيڪو ڇهون مالياتي اوارڊ آندو ويو ان کي ماضيءَ جي ڀيٽ ۾ يڪسان تبديل ڪيو ويو. هن ۾ سمورا ٽئڪس آئل ۽ گئس سرچارج سميت ورڇ جوڳي پول ۾ شامل ڪيا ويا. سيلز ٽيڪس جي اوڳاڙيءَ جو پنجاهه سيڪڙو ڪراچيءَ جي بندرگاهن سميت سڀ رقمون اوارڊ ۾ شامل ڪيون ويون، جنهن سبب 1961ع، 1964ع ۽ 1970ع جي اوارڊ جي ڀيٽ ۾ هن اوارڊ ۾ صوبن جي ٽيڪس وصوليءَ جي شرح گهٽجي وئي، جنهن سبب 91 سيڪڙو وصوليون وفاق وٽ هليون ويون. صوبن وٽ وصولين مان صرف 6 سيڪڙو ۽ مڪاني ادارن وٽ وصولين جو صرف 3 سيڪڙو رهجي ويو. قومي آمدنيءَ ۾ صوبن جو حصو بلڪل گهٽجي يعني فقط 6 سيڪڙو رهجي ويو، ڇا ڪاڻ ته صوبن جا ٽئڪس وفاقي، پول ۾ شامل ڪيا ۽ وري وفاق مان رقمن جو حصو وڌائي صوبن کي خوش ڪيو ويو. جنهن جو بنيادي فائدو پنجاب کي پيو ۽ سڀ کان گهڻو نقصان سنڌ جو ٿيو. ستون مالياتي اوارڊ پ پ حڪومت متفق راءِ سان آندو. تازو ارڙهين ترميم جي منظوريءَ بعد اين. ايف. سي اوارڊ ۾ صوبن جي حصن بابت اصلاح ڪئي وئي آهي.

**ايوب گل:** نوجوان ڊراما نگار، ڊائريڪٽر ۽ شاعر. ايوب گل ولد نظام الدين جو جنم 10 فيبروري 1976ع تي ڳوٺ محمد بچل راڄڙ، ضلعي سانگهڙ ۾ ٿيو. پرائمري تعليم ڳوٺ مان حاصل ڪرڻ بعد ميٽرڪ هاءِ اسڪول هٿونگي، انٽر ۽ بي. اي گورنمينٽ ڊگري ڪاليج کپري مان ۽ ايم. اي (سنڌي) سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان ڪيائين. ڪافي عرصي کان سنڌي ٽي. وي چئنل ڪي. ٽي. اين تي ڪم ڪري رهيو آهي. سندس 100 کان مٿي سولو پلي ڪي. ٽي. اين تان نشر ٿي چڪا آهن. ايوب گل سنو



ڪالم نگار بہ آهي. مختلف موضوعن تي سنڌس لکيل ڪيترا ڪالم اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيندا رهن ٿا. هن روزاني الک، روزاني سنڌو، روزاني تعمير سنڌ، ماهوار لڙڪ مئگزين، روزاني هلچل، هفتيوار مئگزين سنڌو، روزاني ڪاوش ۽ روزاني ڪوشش حيدرآباد ۾ صحافيءَ طور بہ ڪم ڪيو آهي. ڪي. ٽي. اين تان سنڌس نشر ٿيل مشهور ڊراما سيريلز ۾: مزاحيہ سيريل 'بہ ۽ بہ پنج'، گهريلو ڪهاڻين تي مشتمل سيريل 'اماس ڪانپوءِ'، 'سنڌو'، 'هوءَ اڪيلي'، 'چولپون'، 'ڪاغذ جي بيڙي'، 'ڪچا ڌاڳا'، 'ويڇارو مڙس'، 'ڪومل'، 'ڪورو ڪاغذ'، 'ڪونجون'، 'تتر تيز اڏار'، 'صحرا جو چنڊ'، 'برف جا ماڻهو' وغيره نشر ٿي چڪا آهن. هن جون 'پڳٽ ڪنور رام' ۽ 'بازار' ٽيلي فلمون بہ نشر ٿيون آهن، سال 2011ع ۾ سنڌس ڪامياب سوپ سيريل 'ڪونجون' ٽيليڪاسٽ ٿي جنهن کي شيراز جيلاني ڊائريڪٽ ڪيو هو. هن 50 کان مٿي ڊرامن جا ٽائيٽل گيت بہ لکيا آهن. سنڌس هڪ شعري مجموعو 'رنگن جي خانہ بدوشي' شايع ٿيل آهي. کيس 2005ع ۾ صوفي فائونڊيشن لاڙڪاڻي طرفان پڳٽ ڪنور رام اوارڊ، 2006ع ۾ ڪي. ٽي. اين طرفان 'ڏيئو' ٽائيٽل گيت تي بهترين شاعر اوارڊ، 2008ع ۾ ڪي. ٽي. اين طرفان 'ڪچا ڌاڳا' سيريل تي بيسٽ رائيٽر اوارڊ مليو آهي. هيءُ هن وقت ڪي. ٽي. اين تي اسڪرپٽ ايڊيٽر آهي.

**ايوبيہ**: ايوبيہ مسلمان حڪمرانن جي هڪ خاندان جو نالو آهي، جيڪو ڇهين صدي هجري/12 صدي عسويءَ ۾ مصر، شام، فلسطين ۽ يمن تي حڪمران رهيو. هن خاندان جو باني صلاح الدين ايوبي هو. جنهن جو پيءُ نجم الدين ايوب بن شاذي بن مروان هو. جيڪو آرمينيا جو هڪ معزز شخص هو ۽ سنڌس ڏاڏو عراق ۾ جاگيردار هو. هتي ئي صلاح الدين پيدا ٿيو. 566هجري/1171ع ۾ صلاح الدين ايوبيءَ، فاطمين کي ختم ڪري ايوبي خاندان جو بنياد رکيو. هو نور الدين زنگيءَ جو ڏن پـَرو هو. ان جي وفات ڪانپوءِ صلاح الدين هر هنڌ پنهنجو نالو خطبي ۾ پڙهايو. کيس بغداد جي خليفي طرفان بہ مصر ۽ شام جي حڪومت جي سند ملي وئي. هتان هو 578هہ/1182ع ۾ شام آيو تہ جيئن صليبين جي مقابلي ۾ مسلمانن جي حفاظت ڪري. هن يروشلم جي عيسائي حڪمرانن کي فلسطين ۽ شام مان بيدخل ڪيو. 583هہ/1178ع ۾ هن هڪ ڀيرو ٻيهر بيت المقدس کي صليبين کان آزاد ڪرايو. پنهنجي حڪومتي دور جي ابتدائي ڏينهن ۾ صلاح الدين بازنطينين خارمينن ۽ اطالوين جي بحري ٻيهڙن جي خطري سان منهن ڏنو. ان سان گڏ جنگين ۾ کيس ڪڏهن بہ شڪست نہ آئي. 22 شعبان 588 هجري مطابق 3 سيپٽمبر 1192ع 'عڪ صلح نامي' موجب رچرڊ شيردل سان سنڌس ناهہ ٿيو. جنهن ڪانپوءِ صلح بن جي چيلهہ ٽٽي پئي.

صلاح الدين ڪانپوءِ سنڌس ڀاءُ الملڪ العادل ۽ پوءِ الملڪ الڪامل تخت نشين ٿيو. سنڌن جو دور مجموعي طرح امن و امان وارو رهيو پر الڪامل جي وفات ڪانپوءِ سنڌن خانداني اتحاد قائم نہ رهي سگهيو. 604 هجري/1207ع ۾ العادل جي پٽ الاوحد آرمينيا جي علائقي کي ايوبي سلطنت ۾ شامل ڪري ورتو. صلاح الدين جي ئي وقت کان وٺي سلجوقين ۽ ايوبين جي وچ ۾ ٽڪراءُ ٿيندا رهيا هئا. هن حلب جي ايوبين جي سرپرستي ڪئي ۽ مصر جي ايوبين سان مهاڏو اٽڪايو ۽ٻئي طرف ايوبين جو ڏيان صليبين ڏانهن تبديل ٿي چڪو هو. صلاح الدين ڪانپوءِ ايوبين صلح جي پاليسي اختيار ڪري ورتي. 601هہ/1204ع ۾ العادل سمورا ساحلي علائقا فرنگين کي موٽائي ڏنا. حلب جي ايوبين مصر جي ايوبين کان بچڻ لاءِ ڪڏهن الجزيره، حماس ۽ حماۃ جي ايوبين جي مدد ورتي تہ ڪڏهن روم جي سلجوقين جي. فرانس ۽ اٽليءَ سان سنڌن واپاري لاڳاپا بحال ٿي چڪا هئا.

الڪامل جي وفات تي ايوبين جو حقيقي حڪومتي دور ختم ٿي ويو. ان هوندي بہ ان ڪانپوءِ العادل هڪ سنو حڪمران رهيو. هن جي دور ۾ ڪيفا جي حڪومت سنڌس وڏي ڀاءُ الصالح وٽ هئي. عملي طور الصالح ئي ايوبين جو آخري حڪمران هو. سنڌس پٽ توران شاهہ پنهنجي فوج جي هٿان قتل ٿي ويو. ڪجهہ عرصي ڪانپوءِ 647هہ/1249ع ۾ مملوڪ نالي نئين حڪومتي دور جي شروعات ٿي ۽ آهستي آهستي سمورن علائقن مان ايوبين جي حڪومت ختم ٿيندي وئي.



## ب

**بابا بهار بخش خان** (ڪٿڪ ڊانس ماسٽر): بهار بخش خان ولد حاجي قطب الدين خان 1902ع ۾ رياست بيڪانير هندستان ۾ جنم ورتو. بهار بخش خان طبلي وڄائڻ جي فن جي سکيا غلام حسين خان عرف گامي خان کان ورتي هئي، جيڪو دهلي گهراڻي جي بابا سڌار خان (طبلي نواز) جي اولاد مان هو. بهار بخش خان ڪٿڪ جي تربيت بنارس گهراڻي جي جانڪي پرڪاش کان ورتي. بابا بهار بخش خان طبلي جو تمام وڏو ماهر رهيو آهي، سندس گهڻو وقت سنڌ جي برک گائڪ ۽ راڳي خانصاحب خير محمد خان سان گذريو. بابا بهار بخش خان جا ڪيترائي شاگرد آهن، جن ۾ استاد مهرالدين خان ڪٿڪ، هزاري لال اگروال ڪٿڪ، سندس ننڍو ڀاءُ محمد صديق، مرحوم اڪبر حسين سمراٽ ۽ ٻيا ڪيترائي ڪٿڪ ڊانسر شامل آهن. گنگا نگر، جگجيت ۽ چترا سنگهه. جنهن فتح محمد جي اڪيڊميءَ ۾ سکيا ورتي، اهو فتح محمد پڻ بابا بهار بخش خان جو شاگرد هو. فلم انڊسٽري جي ڊانس ڊائريڪٽر بابا عاشق حسين جو فرزند پڻ سندس شاگرد رهيو. بابا بهار بخش 22 جنوري 1979ع تي وفات ڪئي. سندس آخري آرامگاهه فقير محمود بخاريءَ جي مزار پٺيان آهي.

**بابو پليجو**: 'تاريخ مظهر شاهجهاني' ۾ يوسف ميرڪ ڄاڻائي ٿو ته: سنڌ ۾ ترخان دؤر کانپوءِ مغلن جو دؤر آيو، انهيءَ دؤر ۾ بابو پليجو زميندار هو ۽ گڏوگڏ مغل گورنرن ۽ صوبيدارن جو خوشامدي مخبر پڻ هو. جڏهن اسماعيل شوري ڏارين خلاف نقل و حرڪت شروع ڪئي، تڏهن بابو پليجي مخبري ذريعي مغلن جي وڏي مدد ڪئي. بابو پليجي جي جڏهن اسماعيل شوري کي خبر پئي تڏهن ان هن جي رهائشگاه تي حملو ڪيو، پر هي بچي ويو ۽ اسماعيل شورو هن جي باغ جي سڄي پوک ڪٽي ويو. انهيءَ تان بابو پليجي وڃي مغلن کان مدد گهري، جنهن کان پوءِ اسماعيل شوري ۽ مغل فوج ۾ جنگ لڳي، جنهن ۾ اسماعيل شورو وڙهندي وڙهندي مارجي ويو. انهي مخبريءَ کان پوءِ بابو پليجي جو اثر و رسوخ مغلن وٽ وڌي ويو ۽ مغل گورنر مظفر خان معموري هن کي انعام اڪرام ڏنا. اڳتي هلي جڏهن مظفر خان معموريءَ کان پوءِ سيد بايزيد بخاري گورنر ٿي آيو ته هن هڪدم اسماعيل شوري جي بچيل ڪٽنب تي مغل فوج جو حملو ڪرائي انهن جي عورتن ۽ ٻارن سان گڏو گڏ اسماعيل شوري جي پٽ جهونجهار شوري کي به گرفتار ڪرايو. جهونجهار شورو قيد ۾ ئي مري ويو. ٻيرذات وارا بابُو پليجي جا مائٽ هئا، پر اهي هميشه هن کي ٽوڪيندا هئا ته تو اسماعيل شوري کي ڇو قتل ڪرايو؟ آخرڪار هن بايزيد بخاري جا ڪَن ڀري، پنهنجي مائٽن ٻيرن تي مغل فوج جي چڙهائي ڪرائي ٻيرن جا تقريباً سيئي جوڌا جوان بيدرديءَ سان قتل ڪرائي ڇڏيا.

**باتاج بادشاهه** (ڪتاب): هي ڪتاب سيد شاهه مردان شاهه ثاني ستين پير سائين پاڳاري رحمة الله عليه جي زندگيءَ تي لکيل ڪالمن تي مشتمل آهي، ڪتاب ۾ شامل سمورا ڪالم عالمن اديبن ۽ ساڃاهه وندن




سيد شاهه مردان شاهه ثاني رح جي وصال کانپوءِ لکيا ۽ حافظ عبدالقيوم مهر سڪندري، حافظ محمد مريد مگريي جي مدد سان نهايت سهڻي انداز سان سهيڙي ڪتاب جي صورت ۾ آندا. هي ڪتاب 'پنهنجي پاران' سميت ٻارهن عنوانن تي مشتمل آهي. هر عنوان جي سري هيٺ سيد شاهه مرادن شاهه ثاني رح جي خانداني، شخصي، روحاني ۽ سياسي پسِ منظر سان گڏ سندس زندگيءَ جي ٻين مختلف پهلوئن ۽ ذاتي خيالن تي روشني وڌي ويئي آهي. پڪي جلد سان، چار رنگي ٽائيٽل ۽ 128 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب فيبروري 2012ع تي مدرسه صبغة القرآن شاهه مردان شاهه سنجهورو، ضلعي سانگهڙ طرفان شايع ٿيو. ڊيمي سائيز ۽ اُڇي ڪاغذ تي شايع ٿيل هن ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي.

**بادل** (فلم): هيءَ سنڌي فلم 8 نومبر 1972ع تي رليز ٿي. هن فلم جو هدايتڪار غلام حيدر صديقي، فلمساز اسماعيل ميمڻ ۽ موسيقار امداد حسين هو. فلم ۾ وسيم، سعيده، ملڪ انوڪي، عبدالحق ابڙي، احمد علي، اي آر بلوچ، چڪوري، ساقي، جمن ۽ مشتاق مغل اداڪاري ڪئي. هن فلم جو افتتاح لاڙڪاڻي جي نگار سئنيما ۾ ٿيو هو.

**بادل ۽ برسات** (فلم): سنڌ موويز جي پهرين پيشڪش هيءَ سنڌي فلم پيار ڪهاڻيءَ تي مبني هئي، جيڪا 7 فيبروري 1975ع تي رليز ٿي. هن فلم جو هدايتڪار اي ڪيو پيرزادو، موسيقار غلام نبي- عبداللطيف ۽ فلمساز اي. ايم عباسي هو. فلم ۾ اداڪار طور وسيم، اي. آر بلوچ، قادو شيدي، ابو بلاول، چنگاري، شمس الدين، رحيم شورو، عشرت حسين، ملڪ انوڪو، اسد قريشي ۽ عبدالحق ابڙو شامل هئا. هيءَ فلم ڪراچيءَ جي لائيٽ هائوس، خيام ۽ سنگيت سئنيمائن سان گڏ راحت سئنيما حيدرآباد ۽ شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊي آدم ۾ پردي تي ڏيکاري ويئي.

**باغي** (فلم): حبيب فلمز جي طرفان پيش ڪيل هيءَ سنڌي فلم 3 اپريل 1992ع تي رليز ٿي. هن فلم جي ڪهاڻي لکندڙ محمد بخش چانگ، پروڊيوسر ۽ هدايتڪار حبيب ۽ موسيقي ترتيب ڏيندڙ وزير علي هو. هن فلم ۾ سونيا، بابر، حنا شاهين، جهانزيب، طالش، همايون قريشي، غلام محي الدين، سلطان راهي ۽ حبيب اداڪاري ڪئي. هيءَ فلم هنن سئنيمائن ۾ رليز ڪئي وئي: ايمپائر سئنيما لاڙڪاڻو، شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊو آدم، شهباز سئنيما ٽنڊوالهيار، ريڪس سئنيما ٽنڊو محمد خان، تصوير محل سئنيما ميرپورخاص، ڪاڪ محل سئنيما مورو، پي. ايف سئنيما بدين، شمس سئنيما نوشهروفيروز، مغل سئنيما هالا، نشاط سئنيما نوابشاهه ۽ نيشنل سئنيما ٺٽو وغيره شامل آهن. هيءَ سنڌي سماج جي مزاج ۽ رهڻي ڪهڻيءَ جي عڪاسي ڪندڙ بهترين فلم هئي، جيڪا گهڻو مشهور ٿي.

**باغي شاعر شيخ اياز (ڪتاب):** هي ڪتاب اياز اڀڙي جو ترتيب ڏنل آهي. ڪتاب ۾ شيخ اياز جي ڪجهه شاعريءَ کان سواءِ، اياز جو سوانحي خاڪو به ڏنو ويو آهي ۽ اياز جي فن ۽ شخصيت تي مختلف عالمن ۽ اديبن جا مضمون ڏنا ويا آهن، جن ۾: ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، آغا سليم، ڊاڪٽر انور فگار هڪڙو، فياض لطيف، آفتاب سومرو، نسيم بخاري، وحيد محسن، همير چانڊيو ۽ ٻيا شامل آهن. 48 صفحن تي مشتمل، هڪ رنگي ٽائيٽل سان پڪي جلد واري، ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 30 روپيا آهي. هي ڪتاب نئين دنيا پبليڪيشن، شڪارپور پاران 2011ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي.




**باغي شاهه بخاريءَ جو ميلو:** باغي شاهه بخاريءَ جو ميلو ديهه لانگهاٽي، تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ 9-10-11 صفر مهيني ۾ تي وڏي ڌام ڌوم سان ملهايو ويندو آهي. هن ميلي ۾ پلن گهوڙن جو مقابلو ۽ شاندار ملاکڙو ٿيندو آهي، جنهن ۾ اتر ۽ لاڙ جا پهلوان حصو وٺندا آهن. ان کانسواءِ ٿيئٽر لڳندا آهن. راڳ رنگ جي محفل ۾ صوفي ڪلام ڳايا ويندا آهن.

**باقر شاهه صوفي:** سيد باقر شاهه عرف ٻاوا ڏنگر پوري، صوفي شاهه عنايت جي خليفن مان هو. هيءُ اصل جوڌپور جو ويٺل هو. صوفي شاهه عنايت جي تحريڪ ۽ فڪر کان متاثر ٿي، سندس مريد ٿيو. هيءُ سنڌي ۽ راجستانيءَ جو تمام سٺو شاعر هو. سندس پچن ۽ شاعري مشهور آهي. صوفي شاهه عنايت جي سنگت ۾ ڪيترو ئي عرصو رهيو ۽ صوفي ازم جي پرچار ڪندو رهيو. هن جي مزار راجستان جي علائقي ٻاڙ مير ۾ هڪ ٽڪريءَ تي واقع آهي. سندس مزار تي ساليانو ميلو به لڳندو آهي، جنهن ۾ هزارين مريد ۽ معتقد زيارت لاءِ اچن ٿا. خيرپور ميرس جي شهر چونڊڪي پرسان پڻ هن صوفي بزرگ جو تڪيو آهي. سندس شاعري صوفياڻي فڪر جي عڪاس آهي.

**باقياتِ محمديه ﷺ:** عربيءَ ۾ ان جو اصطلاح "اثر الشريف" آهي، جنهن مان مراد حضور پاڪ صلي الله عليه وسلم جا باقي رهيل تبرڪات آهن. اثر الشريف جو لفظ نشاه جي معنيٰ ۾ به استعمال ٿئي ٿو ان حساب سان ان جي معنيٰ پاڻ ڪريمن ﷺ جون برڪتن واريون نشانيون آهن. مثال طور: پاڻ ڪريمن جا وار مبارڪ، ڏند مبارڪ، پاڻ سڳورن ﷺ جن جي هٿ مبارڪ سان لکيل تحريرون، ڪجهه ٿانءَ، جيڪي سندن استعمال ۾ رهيا. پاڻ ڪريمن ﷺ جي پڳ مبارڪ، چادر مبارڪ ۽ خاص طور تي قدم مبارڪ جا نشان. اهڙا ڪيترائي تبرڪات ۽ باقيات جيڪي پاڻ ڪريمن ﷺ جن ڏانهن منسوب آهن، جيڪي مختلف هنڌن تي ۽ مسجدن ۾ عام مسلمانن جي زيارت لاءِ موجود آهن ۽ انهن سان مسلمانن کي دلي لڳاءُ آهي. اهڙين باقي رهيل نشانين کي مسلمان ۽ عيسائي "ذخيرو" به چون ٿا. پاڻ ڪريمن ﷺ جا تبرڪات دنيا جي مختلف ملڪن ۾ ڪٿي نه ڪٿي ضرور محفوظ ملن ٿا. پاڪستان ۾ بادشاهي مسجد لاهور ۾ ساڳئي پڳ مبارڪ ٽوپيءَ سان، سائو جبو مبارڪ، سفيد شلوار مبارڪ، نملين (جُتي) مبارڪ سنڌ ۾، روهڙيءَ ۾ وار مبارڪ، شاهبندر ٺٽي ۾ وار مبارڪ، اهڙيءَ طرح دهليءَ جي جامع مسجد ۾ وار مبارڪ ۽ ٻيا تبرڪات ۽ سري نگر ڪشمير ۾ درگاهه حضرت "بل" ۾ وار مبارڪ محفوظ آهي. هڪ چادر مبارڪ (برده شريف) جيڪا پاڻ حضور اڪرم ﷺ جن حضرت ڪعب رضي الله عنه کي عنايت فرمائي هئي ۽ هڪ تلوار مبارڪ ۽ قدمن مبارڪن جا نشان ۽ ڪجهه ٻيا تبرڪات استنبول شهر جي عجائب گهر ۾ محفوظ آهن.

**بال ٺاڪري:** بال ٺاڪري هندستان جي رياست مهاراشٽر جو ٻااثر ماڻهو سمجهيو ويجي ٿو. بال ٺاڪري ابتدا ۾ ڪارٽون ٺاهيندو هو ۽ پوءِ اڳتي هلي سياستدان بڻيو. هن 30 سال اڳ هندو انتهاپسند تنظيم 'شِوسينا' قائم ڪئي. 93-1992ع جي مذهبي فسادن ڪانپوءِ هن تي وڏي تنقيد ٿي ۽ مٿس اهي فساد ڪرائڻ جو الزام هنيو ويو. هي شِوسينا، اقليتن ۽ خاص ڪري مسلمانن کي نشانو بڻائڻ مذهبي ۽ نسلي مت ڀيد وڌائڻ جي الزامن جي ڪري مشهور آهي. بال ٺاڪري 1950ع واري ڏهاڪي ۾ بمبئيءَ جي هڪ اخبار لاءِ سياسي ڪارٽونسٽ طور پنهنجي عملي زندگيءَ جو سفر شروع ڪيو. 1966ع ۾ هن مهاراشٽر جي مقامي رهواسين جي حقن جي حاصلات لاءِ شوسينا قائم ڪئي. هن پارٽيءَ بمبئيءَ ۾ ڏکڻ هندستانين کي نشانو بڻايو ۽ تشدد ڀري مهم هلائي، ساڳئي نموني گجراتي ۽ مسلمان برادرين کي پڻ نشانو بڻايو ويو. بال ٺاڪري جي پارٽيءَ جا ميمبر هن سان جنون جي حد تائين عقيدت رکندا آهن. توڙي جو هو پاڻ ڪڏهن به چونڊ ۾ نه اهي بيٺو پر پارٽيءَ جي منظم نيٽ ورڪ ذريعي سندس هرڪر تي عمل ٿيندو آهي. ڪجهه عرصو اڳ شوسينا جي ڪارڪن عورتن تڪراري فلم "فائر" خلاف سئنيمائن تي حملا ڪيا ۽ سندن مالڪن کي اها فلم نه هلائڻ تي مجبور ڪيو. شيوسينا ٻالي ووڊ جي مسلمان اداڪار يوسف عرف دليپ ڪمار کي به نشانو بڻايو، چوته ڪيس پاڪستان جو اعليٰ ترين شهري اوارڊ ڏنو ويو هو. جڏهن هندو انتهاپسندن، ايوڌيا ۾ سورهين صديءَ جي بابري مسجد کي غير قانوني طور شهيد ڪيو. ان کان پوءِ شروع ٿيندڙ گروهي فسادن جي جاچ ڪندڙ عدالتي ڪميٽيءَ بال ٺاڪري بابت اها رپورٽ ڏني ته هن بمبئيءَ ۾ مسلمانن خلاف فساد شروع ڪرايو، جنهن ۾ 1000 کان وڌيڪ ماڻهو مارجي ويا. بال ٺاڪري، پاڪستان جو عوام ان جي شخصيت کي نفرت جي نگاهه سان ڏسندو آهي. هن ماضيءَ ۾ پاڪستاني فنڪارن توڙي رانديگرن کي ڌمڪيون به ڏنيون ته هو ڀارت جي سرزمين تي نه اچن. بال ٺاڪري انتهاپسنديءَ ۾ مشهور آهي. هن سان مشابهت رکندڙ ڪهاڻيءَ تي ڀارتي فلمساز رام گوپال ورما هڪ فلم 'سرڪار' ٺاهي، جنهن جو مرڪزي ڪردار اميتاڀ بچن ادا ڪيو. فلم ۾ سندس نالو ٺاڪري بجاءِ 'ناگري' رکيو ويو. سندس پوٽي نيها ٺاڪري ڪجهه عرصو اڳ هڪ مسلمان ڇوڪري محمد نبي سان شادي ڪئي آهي.



**بٺ ڪارو ڪوٽ**: ڪاري ڪوٽ واري ٽڪري جنهن کي ”بٺ ڪارو ڪوٽ“ بہ چيو ويجي ٿو اها پپراسر کان اڌ ڪلوميٽر اولهہ ڏکڻ ۾ ″62 ′14 °67 اوڀر ويڪرائي ڦاڪ ۽ ″86 ′36 °26 اتر ڊگهائي ڦاڪ تي واقع آهي. ٽڪري تي اولهہ ڏکڻ کان مٿي چڙهڻ جو رستو آهي، مٿي چڙهڻ دوران محسوس ڪري سگهبو تہ اڳاٽن ماڻهن هن ٽڪريءَ کي ڪافي هيٺ کان ئي پوريءَ طرح قلعي بند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ ان ٽڪريءَ جي ڪنڌين سان موڪريون ۽ مضبوط ديوارون بيهاريون اٿن. ڪوٽ جي اندر ڪمرا ۽ اڏاوتون آهن، پر انهن ۾ ڪا خاص ترتيب نظر نہ ٿي اچي. هتي ڪافي ٺڪرائو موجود آهي، جيڪو تاريخ کان اڳاٽو ۽ ٻڌڪي دور جو آهي. هي ٻنهي دورن ۾ وڏي بينڪيٽ رهي آهي، ٿي سگهي ٿو تہ هتي ڪوهڻ وهار (ٻڌڪو مندر) قائم هجي.

**بجار خان ٽالپر**: مير بجار خان ٽالپر، مير بهرام خان جو پٽ ۽ مير صوبيدار خان ٽالپر جو پاءُ هو. جڏهن مير بهرام خان کي ميان سرفراز ۽ راجو ليڪيءَ جي سازش جي خبر پئي، تڏهن مير بهرام خان پنهنجي پٽ مير بجار کي حرمين شريفين موڪلي ڇڏيو. پٺيان ميان سرفراز خان، مير بهرام ۽ مير صوبيدار خان کي قتل ڪرائي ڇڏيو. مير بجار جڏهن حرمين کان واپس آيو، تڏهن راجو ليڪي سندس ڊپ کان زهر کائي خودڪشي ڪري ڇڏي. راجو ليڪيءَ جو پٽ تاجو ليڪي پنهنجي پيءُ جي جڳهہ تي ويٺو. تاجو ليڪي ميان غلام نبي کي ورغلائي مير بجار سان جنگ ڪرڻ لاءِ تيار ڪيو. ٻنهي ڌرين ۾ ”لانياري“ واري جنگ لڳي، جنهن ۾ مير بجار کي فتح حاصل ٿي. تاجو ليڪي موقعو ملندي ئي لانياري واري جنگ ۾ ميان غلام نبيءَ کي قتل ڪرائي ڇڏيو. ميان غلام نبيءَ کانپوءِ ميان عبدالنبي تخت تي ويٺو. جڏهن تاجو ليڪي پاءُ ۽ پٽن سوڌو گرفتار ٿيو تہ ميان عبدالنبي سندس قتل جو حڪم ڏنو پر مير بجار خان سفارش ڪري کين بچايو. عزت يار خان ڪلهوڙي جڏهن افغانن جي مدد سان پنهنجي چاچي ميان عبدالنبيءَ تي حملو ڪيو، تڏهن مير بجار خان لشڪر وٺي سندس مقابلي لاءِ نڪتو ۽ ميان عزت يار خان کي شڪست ڏئي سنڌ مان ڀڄائي ڪڍيو. ميان عبدالنبي کي تاجو ليڪي ورغلايو ۽ تاجو ليڪيءَ جوڌپور جي راجا کي عمرڪوٽ جي قلعي جي لالچ ڏئي مير بجار خان ٽالپر کي قتل ڪرائي ڇڏيو. اهو واقعو 1194هہ/1780ع ۾ ٿيو.

**بچو بادشاهہ ۽ پيرو وزير**: پروفيسر محمد مبين وساڻ جي، هن عنوان واري ڪتاب جو اردو ترجمو ڊاڪٽر غفار براهويءَ ڪيو آهي، جيڪو روضي ڏٽي چيئر شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور، جون 2012ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ حُر تحريڪ جي مشهور مجاهدن ’ٻارهن ڀروٽين‘ مان ٻن بچو بادشاهہ ۽ پيرو وزير (بچو فقير خاصخيلي ۽ پيرو وساڻ) جي احوال سان گڏ پير پاڳارن جي خاندان ۽ حر تحريڪ جو پسمنظر بہ ڏنو ويو آهي. ڊيمي سائيز جي 144 صفحن تي مشتمل، هن ڪتاب جي قيمت 300 روپيا آهي.




**بخشڻ خان چانڊيو**: فقير بخشڻ خان ولد محمد رحيم چانڊيو 1860ع ڌاري ڳوٺ رحيم آباد (هيءُ ڳوٺ هن وقت ٽنڊي جام شهر جو غريب آباد نالي سان محلو آهي) ضلعي حيدرآباد ۾ ڄائو هي نڙ جو شهنشاهہ وڄائيندڙ ٿي گذريو آهي. ننڍپڻ ۾ مال چارڻ دوران ڪيس نڙ وڄائڻ جو شوق ٿيو پوءِ الهہ بخش نائچ کان باقاعدي سکيا ورتائين ۽ نڙ تي راڳ جي سکيا حاجي محمد صوفي رند ناري واري کان حاصل ڪيائين. فقير بخشڻ خان جي ڏير وارن صوفي فقيرن سان گهڻي صحبت هئي، جنهن ڪري پاڻ اڪثر ڏانهن گهٽو ويندو هو. فقير بخشڻ پير پاڳاري سيد صبغت الله شاهہ ثاني جو مريد هو. صوفين جي صحبت ۾ تمام گهڻو سير ۽ سياحت ڪري زندگي گذاريائين. هي 1940ع ڌاري وفات ڪري ويو.

**براهوئي، تاج بانو**: تاج بانو براهوئي پهرين جنوري 1915ع تي ڳوٺ دين پور شريف، تعلقي ۽ ضلعي شڪارپور ۾ علامہ حاجي براهوئي دينپوري جي گهر ۾ جنم ورتو. هن ابتدائي ديني تعليم پنهنجي والد صاحب کان حاصل ڪئي. مڪمل طور تي تعليم حاصل ڪرڻ کانپوءِ والد صاحب سندس شادي ڪرائي، جيئن تہ سندس والد بزرگ جيد عالم، اديب ۽ شاعر هو، ان ڪري تاج بانو بہ شاديءَ کانپوءِ ديني ۽ ادبي ڪمن ۾ اڳيري ٿي. هن پنهنجي ڳوٺ ۾ عورتن جي لاءِ ’مدرسہ اسلاميہ البنات براهوئيہ دين پور‘ نالي هڪ مدرسو قائم ڪيو جتي نياڻين ۽ عورتن کي تعليم ڏيڻ لڳي.

تاج بانو جي شادي سندس ويجهي عزيز مولانا جلال الدين پندراڻي سان ٿي هئي، جنهن مان ڪيس ٻن پٽن ۽ هڪ نياڻيءَ جو اولاد ٿيو. سندس اها نياڻي بہ پنهنجي وقت جي سني اديبہ ۽ شاعره هئي، جا خليفہ جي نالي سان مشهور هئي، جنهن جو اصل نالو امت الواجد هو. هوءَ بہ پنهنجي امڙ سان هر موڙ تي ديني ۽ ادبي خدمتن ۾ شامل رهندي هئي. تاج بانو جا سنڌي، براهوئي، بلوچي، فارسي ۽ اردو ٻولين ۾ اٽڪل پنجاهہ ڪتاب لکيل آهن. هن پنهنجي ڳوٺ دين پور شريف ۾ پنهنجي مدرسي مان ادبي ديني درس ۽ تدريس لاءِ ڪيترائي ڪتاب لکيا ۽ مدرسہ اسلاميہ البنات براهوئيہ دين پور، جي ڪورس ۾ شامل ڪيائين. سندس پهريون ڪتاب ’تاريخ النسوان‘ (حصو پهريون) 1353هہ/1934ع ۾ تاج بانو جي براهوئي ٻوليءَ ۾ شايع ٿيل ڪتابن ۾ ’تواريخ النسوان‘ (حصو پهريون) 1353هہ/1934ع ۽ ’تواريخ النسوان‘ (حصو ٻيو) 1354هہ/1935ع شامل آهن. ان کان علاوه سندس ڪيترائي اڻڇپيل ڪتاب آهن. ڇپيو وڃڻ ڪيترين ئي نياڻيون علم واري زيور سان آراستہ ٿيون.

**براهوئي، علامہ حاجي محمد عمر دين پوري**: علامہ حاجي محمد عمر ولد عطا محمد عرف عطائي خان پندراڻي بروهي 1882ع ڌاري ڳوٺ وڪري جاگير، ضلعي شڪارپور ۾ ڄائو. ننڍپڻ کان ئي ذهين ۽ هوشيار هو. شروعاتي ديني تعليم پنهنجي والد وٽ پڙهيو ان کانپوءِ هو مستونگ جي مولانا براهوئيءَ جي مدرسي ۾ داخل ٿيو جتي هن ناظره قرآن مجيد جي تعليم حاصل ڪئي. وڌيڪ تعليم لاءِ همايون شريف ۾ مولانا عبدالغفور همايونيءَ وٽ حاضر ٿيو جنهن جي مدرسي مان پڙهي فارغ التحصيل ٿيو جنهن بعد مڪتبہ السلاميہ براهوئيہ در خان، لڳ ڍاڍر بلوچستان ۾ مولانا عبدالحي براهوئي رئيساڻيءَ وٽ درس ۾ شامل ٿيو

علامہ حاجي محمد عمر دين پوري، حضرت مولانا سيد تاج محمود شاھہ امروٽي جو دستِ بيعت مريد ھو. ھي عالم ۽ اديب سان گڏ مفتي، مفسر، مترجم، شاعر ۽ سياسي رھنما بہ ھو. ھن سڀ کان پھريائين 1901ع ۾ مڪتبہ اسلاميہ براھوئي درخان لڳ ڍاڍر مان اشاعتي ڪم جي شروعات ڪئي. سندس پھريون ڪتاب 'ڪريما' فارسيءَ مان براھوئي ۾ منظوم ترجمو ھو. علامہ دين پوري مختلف موضوعن تي اٽڪل 86 ڪتاب لکيا، جن ۾: (1) قرآن مجيد (براھوئي ترجمو) (2) ڪريما، (3) محمود نامہ، (4) نامِ حق، پندنامہ، (6) شروط الصلوٰة، (7) تعليم الاسلام (منظوم)، (8) نصيحت نامہ، (9) حفظ الايمان، (10) ترغيب الجماعت، (11) نماز فرائض، (12) سودائي نامہ، (13) دينيات (حصو پھريون ۽ ٻيو) (14) اعلان واجب البيان، (15) مثال حال، (16) تحفة الامراء (17) ھدايت المستورات، (18) مفتاح القرآن (مقدمو)، (19) دافع الوسواس في بيان الحيض و النفاس، (20) تفسير مفتاح القرآن، (21) ريل نامہ، (22) وبيص الطيب وي ذي نور الحبيب، (23) قاعدہ براھوئيہ، (24) مشتاق مدينہ (شاعري)، (25) تنبيہ الثافلين، (26) اصل اليمان، (27) داستان ورنائي، (29) اشتار مع حسرت اظھار، (30) ثبوت الحجاب بالدلائل و انتصاب، (31) آئينہ قيامت، (32) مخ العبادة، (33) جھاتل بانو، (34) داستان ابليس (35) ھدايت قادريہ، (36) دعوت الاسلام، (38) شرح اصول ستہ ۽ (37) مجموعہ خطبات قابل ذڪر آھن. مولانا محمد عمر دين پوري 1343ھہ/1925ع ۾ دين پور مان ھڪ ماھوار رسالو 'الحق' براھوئي زبان ۾ جاري ڪيو، جنھن جا ٽي پرچا منظر عام تي آيا. اھو رسالو براھوئي زبان جو پھريون رسالو ھو. ھن 18 جمادي الثاني 1468ھہ/1948ع ۾ عشاء نماز جي پيش امامت دوران سجدي ۾ دم ڏنيءَ حوالي ڪيو. سندس مزار نڙبينٽ ضلعي قلات ۾ آھي.

**برجيٽ آلچن**: ڏکڻ ايشيا جي قديم آثارن جي ناميارِي ماھر، علم بشريات جي ڄاڻو ۽ قديم آثارن جي مشھور محقق فرينڪ ريمنڊ آلچن جي گھرواري برجيٽ آلچن جو جنم 1927ع ڌاري آڪسفورڊ ۾ ٿيو. ھن ابتدائي تعليم لنڊن مان حاصل ڪئي، ٻي مھاڀاري جنگ جي اختتام جي سال بعد پنھنجي خاندان سان گڏ ڏکڻ آفريڪا جي علائقي ڪيپ ٽائون ۾ مستقل رھائش اختيار ڪيائين ۽ پنھنجي تعليم جو سلسلو ٻيھر شروع ڪيائين. ڪيس، ننڍپڻ کان ئي آثارِ قديمہ جي موضوع سان دلچسپي ھئي، جنھن تحت ھن لنڊن يونيورسٽي مان علم بشريات جي شعبي ۾ پھريان ايم. اي ۽ پوءِ پي. ايڇ. ڊي جي سند ۽ ان سان گڏ ايف. ايس. اي جي ڊگري حاصل ڪئي.



ھن پنھنجي عملي ڪم جو آغاز ھندستان جي اوائلي تاريخ ۽ نسل نگاري جي مختلف پھلوئن تي تحقيق سان ڪيو 1968ع ۾ برطانوي آثارِ قديمہ پاران پاڪستان جي قديم آثارن تي کوجنا جي ھڪ رٿا تحت تحقيقي ڪم جي سربراھ مقرر ٿي، جڏھن تہ ساڳئي رٿا ۾ سندس گھروارو ريمنڊ آلچن بہ گڏيل سربراھ طور شامل رھيو. ھن پاڪستان ۽ ھندستان ۾ آثارِ قديمہ جي ادارن ۽ شاخن کي قائم ڪرڻ ۽ سڌارڻ ۾ تمام گھڻي مدد ڪئي. ان کان علاوہ، پاڻ ڪيمبرج ۾ قائم وولفسن ڪاليج جي سھڪاري، قديم ھندستان ۽ ايران جي قائم ڪيل ٽرسٽ جي سيڪريٽري، (Aouth Asian Studies) رسالي جي ايڊيٽر ۽ ڏکڻ ايشيا تي تحقيق ڪندڙ آثارِ قديمہ جي ماھرن تي مشتمل يورپين ايسوسيئيشن جي سيڪريٽري جنرل طور پنھنجا فرض سرانجام ڏيندي رھي. ھن ھندستان ۾ رھي بروڊا يونيورسٽي جي ھڪ رٿا موجب ماضي ۽ جديد دؤر ۾ آيل ماحولياتي تبديلين جو جائزو ورتو ان تحقيق دوران سندس ھين ساٿين ۾ آڪسفورڊ يونيورسٽي سان تعلق رکندڙ ٿرجي ارضي بناوٽ (Desert Geomorphology) جو اڀياس ڪندڙ ماھر اينڊريو گوڊي ۽ معدنيات جو سائنسي ماھر پڻ شامل ھئا. ڊاڪٽر برجيٽ آثارِ قديمہ جي حوالي سان جن ملڪن تي تحقيق ڪئي، انھن ۾ پاڪستان ۽ سريلنڪا سرفھرست آھن. جڏھن تہ وچ ايشيا ۽ افغانستان جا بہ ڪجھہ علائقا سندس تحقيق ۾ شامل رھيا. ھن پنھنجي تحقيق ۾ پاڇٽي دؤر، پٿر جي وچئين دؤر (Mesolithic Period) ۽ پٿرجي قديم دؤر (Paleolithic Period) جي آثارن تي وسيع پيماني تي کوجنا ڪندي مڪمل ڪوائف سامھون آندا.

پاڻ مختلف وقتن ۾ پنھنجي گھرواري ريمنڊ آلچن جي ھندستان جي قديم آثارن تي تحقيق دوران ڀرپور حصو وٺندي رھي. سندن گڏيل تحقيقي ڪم The Birth of Indian Civilization ۽ The Rise of Civilization in India & Pakistan جي نالن سان ڪتابي صورت ۾ ڇپيل آھن. برجيٽ آلچن جي خيال مطابق ننڍي کنڊ ۾ موجود آثارِ قديمہ جا ماڳ قديم آثاريات جي اڀياس لاءِ موزون جڳھہ آھن. ان کان علاوہ قديم آثارن ۽ موروثي سلسلي جي نوادرات جي قومي سطح تي سار سنڀال ۽ حفاظتي اپاءَ وٺڻ ۾ سندس ڪردار اھميت جوڳو رھيو آھي. ريمنڊ آلچن سان گڏيل طور ڇپيل ڪتابن کان علاوہ ھن پنھنجي تحقيق جي آڌار تي بہ ڪي ڪتاب بہ لکيا، جيڪي ھن ريت آھن:

- The Stone Tripped Arrow.
- The Prehsitoric and Palaeogeography of The Great Indian Desert.

**برسات جي رات (فلم)**: لاڙڪاڻا فلمز پڪچرز ھائوس ڪراچيءَ پاران ھيءَ سنڌي فلم 1985ع ۾ عيدالفطر جي موقعي تي رليز ٿي. ھن فلم جو ھدايتڪار ايس. ايم بروھي ھو ھن فلم ۾ غفار پٽي، پونم، صلاح الدين، نسرين ناز، منظور مراد، روشن عطا، منظور سخيراڻي ۽ ساقي اداڪاري ڪئي. ھيءَ فلم ايلائيٽ سئنيما حيدرآباد، نشاط سئنيما سکر، قلوپطرہ سئنيما لاڙڪاڻو شاھ ٽاڪيز سئنيما ٽنڊو آدم ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.



**برصغير جي ٻولين جو لسانياتي جائزو:** سنڌي ٻولي اٿارٽي ۽ اينڊومينٽ فنڊ ٽرسٽ فار پرزرويشن آف سنڌي ڪلچر اينڊ هيريٽيج آف سنڌ جي گڏيل سهڪار سان سنڌي ٻوليءَ بابت هڪ انتهائي اهم




ڪتاب 'برصغير جي ٻولين جو لسانياتي جائزو' 2011ع ۾ ٻيو ڇاپو ڇپجي پڌرو ٿيو. هي ڪتاب سرجارج گريئرسن جي ڪتاب 'لنگئسٽڪ سروي آف انڊيا' جي جلد اٺين جي ڀاڱي پهرئين جو ترجمو آهي، جيڪو ڊاڪٽر فهميده حسين ڪيو آهي ۽ ان جو پهريون ڇاپو اٿارٽيءَ ئي 2000ع ۾ ڇاپيو هو. هن ڪتاب ۾ موجوده پاڪستان جي ايراضيءَ (سنڌو ماٿري) ۾ ڳالهائجندڙ ٻن وڏين ٻولين 'سنڌي ۽ لهندا' بابت تفصيل سان ذڪر ٿيل آهي. 600 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 500 روپيا آهي.

**برڪت علي (طبلا نواز):** استاد برڪت علي 1925ع ڌاري جمال شاهه جي پڙ حيدرآباد ۾ جنم ورتو. سندس والد جو نالو حاجي خان ڏگو آهي. شروعاتي سکيا پنهنجي وڏي چاچي استاد ڪمال خان کان ورتائين. استاد



برڪت علي 12 سالن جي عمر ۾ بمبئيءَ هليو ويو جتي استاد قادر بخش خان جي گهراڻي جي بزرگ ميان الله رکي خان کان سکيا ورتائين. جڏهن گراموفون رڪارڊنگ ڪمپنيءَ جو عروج هو ته استاد برڪت علي طبلي ۽ پکاوج تي پرفارم ڪيو ۽ جيوڻي ٻائي، مائي ٻچائي عرف ٻچي پٽڻ المعروف سردار بيگم ۽ استاد خير محمد خان جي سات ۾ پکاوج ۽ طبلو وڄايائين. ڪجهه عرصو گذرڻ کانپوءِ استاد برڪت عليءَ کي سندس ڀاءُ واپس سنڌ وٺي آيو جنهن کانپوءِ گهڻو وقت استاد خير محمد خان، مائي جيوڻي ۽ الله ڏني نونياريءَ سان سات سنگت ڪندو رهيو. استاد برڪت عليءَ خان، خانصاحب خير محمد خان جو سالو هو. هن جي وفات 1984ع ۾ ٿي. سندس آخري آرامگاهه ٽنڊو يوسف جي اباڻي قبرستان ۾ آهي.

**برهانپور کي سنڌي اولياءَ:** پاٽ شريف جي ڪجهه بزرگن هندستان ۾ علم ۽ ادب جي جوت جلائي. ڏهين صديءَ جي انهن عالمن سگهورن ۾ مسيح الاولياء شيخ عيسيٰ سنڌي پاٽائي جو نالو به سرفهرست آهي. انهن عالمن پليان اهو علائقو سنڌي پوره سڏجڻ لڳو جيڪو برهانپور مڌيه پرديش ۾ آهي. 1947ع کان پوءِ ان علائقي جو هڪ اهل قلم محمد مطيع الله راشد برهانپوري سنڌ جي شهر ڪراچيءَ ۾ اچي مقيم ٿيو جنهن پير حسام الدين راشدي جي فرمائش تي خطن ذريعي برهانپور مان سنڌي بزرگن متعلق معلومات گڏ ڪئي ۽ ڪتاب تيار ڪيو. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ ڪجهه ٻين سنڌ جي عالمن ان ۾ ڪجهه جهول محسوس ڪندي ان کي ٻيهر لکرائڻ يا حاشين ذريعي مڪمل ڪرڻ جي ضرورت محسوس ڪئي. سنڌي ادبي بورڊ جنهن اهو ڪتاب ڇپرايو هو تنهن پاٽ جي انهن بزرگن جي اولاد مان مخدوم سليم الله صديقي کي اهو ڪم سونپيو جنهن ان ڪتاب جا تعليقات لکي مڪمل ڪيو جيڪو 2006ع ۾ بورڊ طرفان شايع ٿيو.




**بزرگ بن شهريار:** هيءُ عراقي جهازران هو جنهن دنيا جي ٻين ڪيترن ئي ملڪن سميت هند، سنڌ، چين ۽ جپان جهڙا ملڪ گهمي ڏٺا. هيءُ جهاز راني جي پيشي سان واڳيل هئڻ سبب عراق جي بندرگاهه کان سنڌ ۽ هند جي بندرگاهن تائين واپاري ٻيڙا آڻيندو هو اهو ئي سبب هو جو کيس هتان جي جاگرافي ۽ معاشي حالتن سميت تمدني زندگيءَ جي ڄاڻ هئي. هي چوٿين صديءَ جي شروعات ۾ ٿي گذريو آهي. هن پنهنجي مشاهدن تي ٻڌل هڪ ڪتاب 'عجائب الهند' جي نالي سان لکيو. ان ڪتاب ۾ هن ٻين هنڌن ۽ واقعن جي تذڪري سان گڏ عربيءَ مان قرآن شريف جي ترجمي ٿيڻ جو احوال به ڄاڻايو آهي. هن بيان ڪيو آهي ته: اترسنڌ جي هڪ هندو راجا جي چوڻ تي منصوره جي هڪ عرب عالم قرآن شريف جو سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪيو. سندس ان بيان مان سنڌ ملڪ ۾ قديم وقت کان سيڪيولرزم واري سرشتي هئڻ جي ثابتي ملي ٿي. هن لاءِ ميمڻ عبدالمجيد سنڌي پنهنجي تحقيق ۾ لکيو آهي ته کيس سنڌي زبان به ايندي هئي ۽ هن اسلام جي تعليم بابت سنڌيءَ ۾ هڪ نظم به لکيو. هن جو لکيل ڪتاب 1880ع ۾ لنڊن ۾ ڇپيو جنهن جو فرانسيسي ٻوليءَ ۾ پڻ ترجمو ٿيو آهي.

**بزم مولائي شيدائي، محمدپور اوڍو:** بزم مولائي شيدائي جو بنياد 1968ع ڌاري نااليواري محقق ۽ تاريخدان رحيمداد مولائي شيدائيءَ جي ادبي خدمتن جي مڃتا ۾ شهر محمدپور، تعلقي ڳڙهي خيرو، ضلعي جيڪب آباد ۾ پيو. هن اداري جو بنياد حڪيم گلاب خان مهجور وڌو. هن اداري طرفان ڪيترين ئي ادبي ويهڪون ۽ پروگرام منعقد ڪرايا ويا.

**بشر بن دائود المهلبي:** عباسيه دور ۾ سنڌ جي گورنر دائود مهلبيءَ جي (820ع ڌاري) وفات کانپوءِ مامون عباسيءَ سندس پٽ بشر بن دائود کي گورنر مقرر ڪيو جنهن پنجن سالن تائين حڪومت ڪئي ۽ مڪران جي حڪومت پنهنجي ڀاءُ جي حوالي ڪئي. بشر سڄي عرصي ۾ سرڪاري خزاني ۾ پئسا جمع نه ڪرايا، ان تي مامون عباسيءَ کي ڪجهه ماڻهن اهڙا اطلاع ڏنا ته بشر بغاوت ڪئي آهي ۽ جنگ ڪرڻ لاءِ تيار آهي. ان تي خليفي پهرين حاجن بن صالح کي سنڌ موڪليو. ان جي ناڪام ٿيڻ کان پوءِ غشان بن عباد کي سنڌ موڪليو ويو، جنهن منصوره پهچي، هن کي گورنريءَ تان معزول ڪري حڪومتي انتظام پنهنجي هٿ ۾ ورتو. محقق ڊاڪٽر ممتاز حسين پٺاڻ ڪتاب 'تاريخ سنڌ' عرب دور ٽئين جلد ۾ لکيو آهي ته بشر گورنريءَ تان هٽڻ کان انڪار ڪيو ۽ جنگ لاءِ تياري ڪرڻ لڳو پر غشان بن عباد جي فوج هٿان شڪست کائي گرفتار ٿيو. غشان بن عباد ڪجهه عرصو سنڌ ۾ رهڻ کانپوءِ موسيٰ بن يحيٰ کي گورنر مقرر ڪيو.

**بشير احمد قريشي**: سنڌ جي برک تعليمي ماهر، قانوندان ۽ ليکڪ پروفيسر بشير احمد قريشي 10 جولائي 1932ع تي حيدرآباد شهر ۾ جنم ورتو. پروفيسر بشير احمد پنهنجي ابتدائي تعليم حيدرآباد مان مئٽرڪ، نور محمد هاءِ اسڪول حيدرآباد مان انٽر، بي. اي، ايم. اي (اسلامڪ ڪلچر- رليجن - مسلم هسٽري) سنڌ يونيورسٽي مان ڪيائين. پروفيسر بشير احمد شروع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول نمبر ون حيدرآباد ۾ استاد مقرر ٿيو. جلد ايل. ايل. بي جو امتحان پاس ڪرڻ ڪانپوءِ وڪالت جي پريڪٽس شروع ڪئي ۽ بعد ۾ وڪيل طور ڪم ڪرڻ لڳو. جولاءِ 1992ع کان ٻيهر واپس تعليم کاتي ڏانهن منسلڪ ٿيو ۽ بطور ليڪچرار مسلم سائنس ڪاليج، ان ڪانپوءِ هالا ڪاليج ۾ ڪجهه عرصو ۽ پوءِ سچل سرمست آرٽس ڪاليج ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو. بشير احمد قريشي سچل ڪاليج ۾ پروفيسر جي عهدي تي ڪم ڪيو ۽ ان وچ ۾ پاڻ (O.S.D) آفيسر آف اسپيشل ڊيوٽي ڪاليج ڊائريڪٽوريٽ ۾ ڪم ڪيائين. بشير احمد قريشي مختلف ڪتاب لکيا. جيڪي مختلف موضوعن تي آهن، جن ۾: تاريخ، اسلاميات، سنڌي، سياسيات، سيرت، سائنس، جاگرافي ۽ اصول فقه شامل آهن. جڏهن ته سندس لکيل ڪتابن ۾ انگريزي ڪتابن جا ترجما پڻ شامل آهن. پروفيسر بشير احمد جا ڪتاب مختلف ڪلاسن ۾ پڙهايا ويندا آهن ۽ هن ضلعي تعليم جون تاريخون، دنيا جي جاگرافي کان علاوه سماجي اڀياس، سنڌي گرامر، مضمون نويسي جا ڪتاب پڻ تحرير ڪيا. پروفيسر بشير احمد جا مضمون مختلف ڪاليجن جي مخزنن ۾ به ڇپيل آهن. هن 5 فيبروري 2001ع تي وفات ڪئي.

**بکر فقير**: بکر فقير ذات جو پنهور هو ڪن روايتن ۾ ڪيس لُنڊ فقير ڄاڻايو ويو آهي، جڏهن ته ڪي روڏناٽي چون ٿا. ميان نصير محمد ڪلهوڙي جو امير ڪبير ۽ مريد هو. ميان صاحب سان هميشه سفر ۾ هم رڪاب رهندو هو ۽ مخالفن خلاف عوامي انقلابي جٿن کي منظم ڪندو رهندو هو. عزيز ڪنگراڻي هڪڙي هنڌ لکيو آهي ته: هڪ رات هڪ پيرسن عورت جو سامان ڪي شاهينگ چوري ڪري رهيا هئا ته اها عورت جاڳي پئي. هن دانهون ڪيون. دانهون ٻڌڻ تي بکر فقير ان عورت جي مدد لاءِ ڊوڙندو آيو ۽ چورن سان وڙهندي مارجي ويو. ڪيس ڳوٺ طالباڻي لنڊ کان اٽڪل ٻه ڪلو ميٽر اتر- اولهه ۾ دفنايو ويو. سندس دوست فقير مٽس مقبرو تعمير ڪرايو، جيڪو اڄ تائين موجود آهي. سندس نالي سان ڪاڇي ۾ بکر شهيد نالي هڪ ديهه پڻ آهي.

**بکر فقير سومرو**: بکر فقير ولد صاحبڏنو (اول) سومرو 1787ع ڌاري پنهنجي اباڻي ڳوٺ ڏاران پور ۾ پيدا ٿيو (اهو ڳوٺ 1837ع واري ٻوڏ ۾ تباهه ٿي ويو). سندس والد بزرگ مياڻي ڳوٺ ۾ جاڻو هو. ڪيس بلبل ۽ ڪامل نالي به ٻيا پٽ به ٿيا. بکر سندس ننڍو پٽ هو. درياهه کي جيئن ته مناسب جوڳا بچاءَ بند نه هئا، ان ڪري ڪچي وارا ڳوٺ سدائين خطري ۾ رهندا هئا. ان ڪري هي ٽيئي ڀائر لڏي اچي وري مياڻي ۾ ويٺا. جتي سندن خاندان جا ٻيا ماڻهو به آباد هئا. 1937ع کانپوءِ هي ٽئي ڀائر لڏي اچي ٽنڊي علي شير ۾ ويٺا. بکر فقير هڪ اهل الله ۽ سالڪ هو. هي ميرن جي دؤر جو شاعر هو. سندس ڪجهه بيت به مليا آهن. هن شادي نه ڪئي هئي ۽ سڄي ڄمار اٿين گذاريائين. اٺونجاهه سالن جي ڄمار ۾ 1845ع ۾ ٽنڊي علي شير ۾ وفات ڪيائين. سندس مزار به اتي آهي. نموني طور سندس هڪ بيت پيش ڪجي ٿو:

ساجن تنهنجي ساهه جو سوهو ناهي سياءُ،
راتا ايندين رات جو اٿي ويهه الله
آهي منجهه الله، ڏيان ڏري پهه پڇاءِ،
راتا ’بکر‘ جوي سنجهاءِ، ويندو ساءِ سپرين.

**بکري بندر**: هي بندر سنڌوءَ جي قديم بندرن مان هڪ هو جيڪو ڪمال ديري بندر جي ويجهو هو. هي بندر ٺگر بادبان جيترو پراڻو بندر هو. بکري شهر بکر جي راجائن ٻڌرايو هو، جيڪو قديم زماني کان درياهه جي ڪناري تي آباد هو. هتان جا ماڻهو پاڳيا هئا، هتي ملاح به رهندا هئا. جن وٽ وڏيون ٻيڙيون هونديون هيون. روايت آهي ته بکري شهر ٻه يا ٽي دفعا سنڌو درياهه پاتو هو. پر وري به درياهه جي ڪناري تي شهر آباد پئي ٿيو. سنڌو درياهه اتان جي ماڻهن جي جياپي ۽ گذر سفر جو ذريعو هو. هن بندر جي اتر ۽ ڏکڻ ۾ وڏا ٻيلا هئا، هاڻي صرف بکري ٻيلي، بکري جي ڏنڊ ۽ بکريءَ جي پتڻ جا يادگار وڃي بچيا آهن. سنڌ جو نامور ملهه پهلوان شير مير بحر بکري شهر جو وينل هو. بکريءَ ۾ درياهه جي ڪناري سان (پلن) ٿنين تي هڪ مندر به ٺهيل هو. جڏهن درياهه چڙهندو هو ته مندر جي هيٺان وهندو هو. جيڪو پوءِ درياهه پائي ويو. درياهه جي ٻنهي ڪنارن تي مندر ٺهيل هئا. بکريءَ جو تڙ وسندڙ هو. بکريءَ جي آسپاس جام آبادي هئي جتان اناج، تيلي ٻج، ماکي، سنو گيهه، ٻاهر ويندا هئا ۽ ريزڪي سامان جي دڪانن جون شيون سکر بندر ۽ حيدرآباد کان ٻيڙين ۾ ڪجي اينديون هيون. سکر ۽ حيدرآباد کان ڪپڙو هن بندر ذريعي ايندو هو. سکر ۽ حيدرآباد ڏانهن پاڳو ديري جو رڱيل چمڙو ٻيڙين رستي ڪجي ويندو هو. هن بندر تان لاک، ڪوئر به سٺي انداز ۾ ٻاهر ويندو هو. هن تڙ تي پلن جي مڏي به هئي، جنهن تي ملاحن جو صبح سانجهي ڇهڇٽو لڳو پيو هوندو هو.

**بکري، سيد محمد مکي**: سيد محمد مکي بکري اهو بزرگ آهي، جنهن بکر ۽ سکر جا شهر آباد ڪيا. سندس نسب جو سلسلو هن ريت آهي: محمد سيد شجاع بن سيد ابراهيم بن سيد زيد بن سيد جعفر بن سيد حمزه بن سيد هارون بن سيد عقيل بن سيد اسماعيل بن سيد ابو الحسن علي الفتار بن سيد جعفر بن امام علي نقي بن امام صديقي بن امام علي رضا بن امام موسيٰ ڪاظم بن امام جعفر صادق بن امام محمد باقر بن امام علي زين العابدين بن امام حسين بن حضرت علي بن ابي طالبؑ. هي نسب نامو سيد محمد مکي جي مقبري جي دروازي تي ڳاڙهي پٿر تي لکيل آهي جنهن مان ڪيترائي نالا ڍهي چڪا آهن. مقبري جي ڪتبي مان به خبر پوي ٿي ته سيد محمد مکي شهاب الدين سهروردي بغدادي جو ڏوهٽو هو. تحفة الڪرام ۾ مير علي شير قانع ٺٽوي لکيو آهي ته: شجاع مشهد، ايران ۾ رهندو هو. اتان حرمين جي زيارت جي ارادي سان ويو. سفر دوران شيخ شهاب الدين صديقي سهروردي (وفات 632هه/1234ع) جي خدمت ۾ پهتو ۽ ان جو مريد ٿيو. شيخ صاحب پنهنجي ڌيءَ جو نڪاح هن سان ڪرايو ۽ ڪيس حج جي اجازت ڏنائين. هي پنهنجي گهرواري سان مکي ۾ رهڻ لڳو ۽ اتي ئي سيد محمد مکي پيدا ٿيو. سيد محمد شجاع حج مان فارغ ٿي

وطن واپس آيو ۽ ڪجهه ئي ڏينهن ڪانپوءِ وفات ڪري ويو. ڪيس حضرت امام موسيٰ رضا عليه السلام جي مقبري ويجهو دفن ڪيو ويو. ان ڪانپوءِ سيد محمد مکي مشهد مان هجرت ڪري اچي سنڌ ۾ رهائش اختيار ڪئي.

ان سلسلي ۾ رضوي بکري سيدن جي پراڻن ڪاغذن مان خبر پوي ٿي ته سيد محمد جو والد سيد شجاع هڪ پيرو پهريان به سنڌ آيو هو. موجوده سکر ۽ بکر واري هنڌن تي اچي رهيو. والد جي وفات ڪانپوءِ هن سنڌ جو سفر اختيار ڪيو. ان سفر جو تذڪرو هن پنهنجي تصنيف ۾ پڻ ڪيو آهي. تحفة الڪرام ۾ لکيل آهي ته: 'بکر جو پراڻو نالو فرستہ آهي. هندو راجائن جي زماني ۾ هتي ڪو به شهر نه هو. اروڙ جي ويراني ڪانپوءِ بکر جو شهر آباد ٿيو. روايت آهي ته جڏهن سيد محمد مکي ان سر زمين تي پهتو ته چيائين 'جعل الله بکر تي في بقعة المبارڪ' يعني الله تعاليٰ منهنجي صبح برڪت واري جڳهه تي ڪرائي. ان ڪان پوءِ بکر عام ماڻهن جي زبان تي اچي ويو. جيڪو پوءِ تبديل ٿي بکر تي ويو.' هي روايت آهي ته سيد محمد مکي ڪان هن جي خادمن پڇيو ته آرام لاءِ ڪهڙي هنڌ تي ترسجي؟ تنهن تي پاڻ چيائين جتي صبح سوير ڳئون جو آواز ٻڌو. ڳئون کي عربي ۾ 'بقرة' چوندا آهن ۽ ان جي ڪري ان شهر جو نالو بکر پئجي ويو. بکر ۾ ئي سيد محمد مکي جو مقبرو آهي، يعني پراڻي ۽ نئين سکر جو وچ وارو حصو. شکر نالي سيد محمد مکي جو هڪ مشهور خدمتگار هو، جنهن کي ٻين خادمن سان گڏ سيد صاحب ان هنڌ تي رهڻ لاءِ چيو هو، جتي هن وقت سکر شهر جو مکيه علائقو آهي. سيد محمد مکي کي چوڏنهن فرزند ٿيا، جن ۾ مشهور عالم سيد بدر الدين ۽ سيد صدر الدين به شامل آهن. سکر ۾ درياهه پرسان آبادي جو بنياد سيد صدر الدين وڌو، جيڪو اتي اچي رهيو. سيد محمد مکي 646هه/1248ع ۾ 106 سالن جي ڄمار ۾ وفات ڪئي.

**بکري، مير عبدالرزاق:** مير عبدالرزاق ولد مير ابوالبقا امير خان هڪ وڏو عالم هو. لغت جي علم ۾ وڏي مهارت رکندو هو. هن کي ڪيترين ئي ٻولين تي عبور حاصل هو. هي پنهنجي قابليت ۽ پڙهائي جي مقبوليت جي ڪري شاهجهان بادشاهه جي دربار ۾ پهتو ۽ وڏي عهدي تي مقرر ٿيو. هن جي ڌيءَ جي شاهجهان جي پٽ مراد بخش سان شادي ٿي. شهزادي جي پهرين گهرواري مرزا سيد رستم صفوي جي ڌيءَ هئي، جنهن مان ڪيس ڪو به اولاد نه ٿيو. ان ڪري هي شادي ٿي. ڪنوار کي بادشاهه طرفان هڪ لک رپين جا هيرا ڏنا ويا هئا. مير عبدالرزاق بکري بهترين شاعر به هو. هن جو ننڍو ڀاءُ مير ابوالمڪارم به سٺو شاعر ٿي گذريو آهي. هن 1062هه/1652ع ۾ وفات ڪئي. هن جو مقبرو بکر جي ڏکڻ ۾ جابلو سلسلي تي پنهنجي والد مير ابوالبقا امير خان جي مزار جي ڀرسان آهي. مقبري تي ڪافي تعداد ۾ فارسي شعر لکيل آهن.

**بندي ماترم ناٽڪ منڊلي، حيدرآباد:** 1905ع ڌاري لعلچند امر ڏني مل جي اڳواڻيءَ هيٺ هيءَ ناٽڪ منڊلي برپا ٿي. هيءَ منڊلي قومي توڙي سماجي جاڳرتا تي ناٽڪ پيش ڪندي هئي. انهن ناٽڪن ۾ خود لعلچند امر ڏني مل جا لکيل 'پارت جاوا اُٿ اُٿي جاڳ' ۽ 'عملدار کي رعيت آزار' مشهور ناٽڪ پيش ڪيل هئا.

**ڀهادر (اخبار):** هيءَ سنڌي اخبار لاڙڪاڻي مان هفتي ۾ ٻه دفعا نڪرندي هئي، جنهن جو ايڊيٽر ليکراج ڀڳلومل هوندو هو. هن اخبار جو پهريون پرچو 15 نومبر 1935ع تي شايع ٿيو. هن اخبار جو ساليانو چندو ڏهه آنا هو ۽ سڄي سنڌ ۾ هن جون 100 ڪاپيون نڪرنديون هيون.

**ڀهاول فقير:** صوفي شاعر ڀهاول فقير شڪارپور جو وينل هو ۽ سخي قبول محمد دوم جو مريد هو. ايڪسائيز انسپيڪٽر ٿي رهيو پر تصوف سان دلچسپي رهندي آيس. هن بزرگ 20 سيپٽمبر 1926ع تي رحلت ڪئي. سنڌي زبان جو وڏو شاعر هو. ڪافيون ۽ بيت چيا اٿس، جن ۾ تصوف جو رنگ سمايل آهي. سندس ڪلام مان نموني طور هڪ ڪافيءَ جا ڪجهه بند ڏجن ٿا:

اي دل مان هاڻي چا ڪريان، پاڻهين تو نينهن لايو.
گهڙي پئينءَ تون گهيڙ ۾ پڇيئي نه ڪنهن جو رايو
اوچتي اڙجي وئينءَ، اڳ پوءِ نه سنڀاريو.
جنجل ۾ جند اڙائي، پنهنجو تو پاڻ وڃايو.
تجلو حسن ڏيکاري، دلبر ڪيئن مک ڇپايو.
پئي پنج تون پاڻ ۾، قسمت توکي رلايو.

**ڀڏمي/ ڀڏمي:** ضلعي بدين جي شهر ڪڍڻ کان ڏکڻ طرف ڇهن ميلن جي مفاصلي تي نهايت قديم ماڳ آهي، جيڪو قديم دؤر ۾ هڪ شهر هو ۽ هاڻي اتي هڪ وڏو ڳوٺ آباد آهي. ميرن جي دؤر حڪومت ۾ هن شهر ۾ محالڪاريءَ جي آفيس هئي. هينئر به لوڪل بورڊ واري تلاءَ جي اولهه طرف اُن آفيسن جا ڦٽل آثار موجود آهن. فارسي ٻوليءَ ۾ "محالڪاريءَ" جو پراڻو دفتر لکيل آهي جيڪو رڪارڊ اچا تائين بدين جي تعلقي آفيس ۾ موجود آهي. قديم زماني کان جيڪو شاهي رستو ڀڏميءَ کان لکپت بندر تائين ويندو هو، اُن جا نشان اڃا موجود آهن.

**ڀهو بيگم عرف صاحب دولت:** سنڌ جي ڪلهوڙن جي حڪمران ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي زالن مان هڪ گهرواريءَ جو نالو مائي ڀهو بيگم هو. جيڪا ميان صاحب جي پهرين گهرواري هئي. مائي ڀهو بيگم کي اڪثر 'مائي صاحب دولت' سان ياد ڪيو ويندو آهي. مائي ڀهو بيگم نواب جانثار خان گوجر جي ڌيءَ ۽ نواب الهداد خان گوجر جي ڀيڻ هئي. مائي ڀهو بيگم وڏي دلير عورت هئي. جڏهن مير فتح علي خان ٽالپر 1198هه/1782ع ۾ سنڌ جو حڪمران بڻيو، تڏهن مائي ڀهو بيگم بهاولپور ۾ پنهنجي مائٽن وٽ هلي وئي. هن سان گڏ ميان سرفراز خان جي گهر واري مائي سون بائي به هلي وئي، جيڪا نورنگ خان جسڪاڻي بلوچ جي ڌيءَ هئي. ميان سرفراز خان مائي ڀهو بيگم جو پٽ نه هو بلڪ هڪ ايراني سيد زادي جو پٽ هو. ميان غلام شاهه ايران ۾ سيد علي رضا اصفهاني جي ڌيءَ سان شادي ڪئي، جنهن مان ميان غلام شاهه کي ميان سرفراز خان ڄائو. مائي ڀهو بيگم جي وفات جي تاريخ نه ملي سگهي آهي.

**بئريسٽر عبدالرحمان:** نامور سياسي ۽ سماجي ڪارڪن بئريسٽر عبدالرحمان ولد حافظ محمد يعقوب ميمڻ 17 سيپٽمبر 1880ع تي هالا (ضلعي حيدرآباد، هاڻي مٽياريءَ) ۾ جنم ورتو. هن مئٽرڪ سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ مان ڪئي. جنهن کان پوءِ هن ڪراچيءَ جي مشهور وڪيل ڪلومل جي فرم ۾ ٻه سال ڪم ڪيو ٻن سالن کان پوءِ وڌيڪ تعليم لاءِ



انگليند ويو. جتان 'لنڪن ان' مان بئريسٽريءَ جي سند ورتي. 1912ع ۾ موٽي سنڌ آيو. هن وڪالت کان سواءِ تعليمي، سماجي ۽ سياسي ميدان ۾ به چڱو نالو ڪمايو. عبدالرحمان سنڌ مدرسي بورڊ جو 1912ع کان وٺي 1929ع تائين ميمبر رهيو. ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ ڪراچي ۽ سنڌ محمدن ايسوسيئيشن جو سرگرم ڪارڪن رهيو. هڪ سال لاءِ سنڌ ڪانگريس ڪميٽيءَ جو صدر به ٿي رهيو. 1929ع ۾ ڏکڻ آفريڪا ويو جتي قانون جي پيشي ۾ چڱو نالو ڪڍيائين. ڪافي عرصو اتي رهي واپس وطن موٽيو ۽ ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو ميمبر بڻيو. 1940ع ۾ طبيعت ۾ ناسازيءَ ڪري صرف خاص ڪيس کڻندو هو. جن ۾ سندس به پٽ طفيل علي عبدالرحمان ۽ حسن علي عبدالرحمان ساڻس گڏجي ڪم ڪندا هئا. سنڌ جو هيءَ ناليوارو قانوندان، 26 فيبروري 1943ع تي دل جو دورو پوڻ سبب وفات ڪري ويو.

**بي بي غوث جيجان** (ولاسي ڏياڻي): ضلعي بدين جي شهر ڪڍڻ کان ڇئن پنجن ميلن جي مفاصلي تي موجود مٺي ڪاهوڙيءَ جي مقام کان هڪ ميل اُتر طرف بي بي غوث جيجان جو قُبو چوڪنڊيءَ جي شڪل ۾ هو. جيڪو هينئر پڃي پُري ويو آهي. چوڪنڊيءَ جي چوٽي خواه اُتر واري پٽ هينئر صفا ڪري چُڪيون آهن، پر اُنهن جا نشان اجا قائم آهن. روايت آهي ته بي بي غوث جيجان، حضرت قائم الدين رحه قلندر بڪيرن شريف واري جي پيڙهيءَ مان هئي. هر اسلامي مهيني جي پهرئين سومر تي هتي اجتماع به پڻ ٿيندو آهي. بي بي غوث جيجان جي روضي وٽ هينئر به ڪجهه سُڪل وڻن جا ٿُڏ موجود آهن. جن ڪي احترام سبب ڪو به وڍي نٿو. روايت آهي ته بي بي جي دؤر ۾ هتي انبن جا وڻ هئا ۽ اُتي هڪڙو وڏو باغ هو. جنهن ۾ تمام گهڻي تعداد ۾ ميوو ٿيندو هو. جيڪو بي بي جا فقير استعمال ڪندا هئا. اُن وقت جي حاڪم بي بي کان ڍل جي تقاضا ڪئي، جنهن لاءِ بي بيءَ صاف انڪار ڪري ڇڏيو. جنهنڪري حاڪم پنهنجي ڪٽڪ سان ڪاهي آيو. جڏهن باغ پرسان پهتو ته بي بي صاحبه جي هشمت ڏسي، هٿيار ڦٽا ڪري واپس وريو.

**بيدل فقير** (ڪتاب): صوفي شاعر بيدل فقير، قادر بخش بيدل رحه جي سوانح حيات ۽ ڪلام تي مشتمل هي ڪتاب ڊاڪٽر گلزار احمد سومري عبدويءَ جو لکيل آهي. هي ڪتاب آگسٽ 2001ع ۾ 'مولوي محمد عظيم ڪتبخانه شاهي بازار شڪارپور' پاران ڇپجي پڌرو ٿيو. 95 صفحن تي مشتمل ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 15 روپيا آهي.

**بيگلار، ادراڪي**: ادراڪي بيگلار، ترڪ ارغون قبيلي مان هو ۽ هي سنڌ ۾ نصرپور شهر جو رهاڪو هو. سنڌ جي تذڪرن ۽ تاريخ ۾ هن بابت ڪا به معلومات موجود نه آهي. پير حسام الدين راشدي مثنوي چنيسر نامه ۾ لکي ٿو ته: "ادراڪي بيگلار جو اصل نسل ڇا هو، نالو نشان ۽ پار پتا ڪهڙا هئا. ڪٿي پيدا ٿيو زندگي ڪيئن گذاريائين وغيره بابت ڪا خبر نه آهي. بيگلار جي نسبت خانداني هيس يا صرف بيگلارن جي گهراڻي سان وابستگي سبب اختيار ڪيائين ادراڪي بيگلار جا پنهنجا تصنيف ڪيل به ڪتاب 'چنيسر نامه' ۽ 'بيگ لارنامه' سنڌي ادبي بورڊ طرفان شايع ٿي چڪا آهن. پر ٻنهي ڪتابن ۾ مصنف ڪٿي به پنهنجو ذڪر نه ڪيو آهي.

ادراڪي پنهنجي پهرين تصنيف 'مثنوي چنيسر نامه' مير ابوالقاسم سلطان جي حڪم تي 1010هه/601ع ۾ لکي مڪمل ڪئي:

حساب سال در ليل و نهاري
فزون ده بود آندم برهزاري
1010هه

ادراڪي بيگلار پنهنجي ٻي تصنيف 'بيگلارنامه' نثر ۾ لکي، جنهن ۾ هن مير ابوالقاسم سلطان جي پيءُ امير شاه قاسم خان زماني جي جنگي معرڪن کي قلمبند ڪيو آهي. اهو ڪتاب هن 1017هه/1608ع ۾ لکي پورو ڪيو ۽ 1034هه/1624ع ۾ ان ۾ خان زمان جي اولاد جو مختصر تذڪرو بطور ضميمي جي شامل ڪيائين. ادراڪي بيگلار 1040هه/1630ع ۾ وفات ڪئي.

**بينا**: سنڌ جي پهرين سنڌياڻي فلمساز ۽ اداڪاره 'بينا' جو اصل نالو نورجهان هو. بينا سندس فلمي نالو آهي. سندس تعلق ٽنڊي محمد خان جي بلوچ قبيلي جي هڪ معزز گهراڻي سان هو. ڪيس ننڍي هوندي کان ئي فلمن جو ڏاڍو شوق هو. ان شوق جي ڪري هن فلمي دنيا ۾ قدم رکيو. هيءَ پنهنجي پيءُ ۽ ڀيڻ سان گڏ تفريح ڪرڻ لاءِ بمبئي وئي، جتي هڪ ڏينهن پنهنجي پيءُ سان گڏجي فلم 'سونا' جي شوٽنگ ڏسڻ وئي، جنهن جو ڊائريڪٽر اعظم محبوب هو. ان کيس ڏسڻ سان ئي فلم ۾ اداڪاري ڪرڻ جي آڇ ڪئي. هن پنهنجي پيءُ سان گڏ فلم ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ اسڪرين ٽيسٽ لاءِ فوٽو ڪڍايا.



جنهن تي ڊائريڪٽر اعظم محبوب فوري طور پنجن سالن جي معاهدي ڪرڻ لاءِ چيو، پر هن پنجن سالن جي معاهدي ڪرڻ کان انڪار ڪيو. ان انڪار جو سبب واپس وطن نه وڃڻ جو خوف هو. ان کانپوءِ هن پهرين تاريخي فلم 'نجمه' ۾ وينا سان گڏجي سائيڊ رول ڪيو. جنهن کانپوءِ تيرهن سالن جي عمر ۾ نور جهان مان بينا بڻجي وئي. 'نجمه' فلم جي ڪاميابيءَ بعد ڪيس ڪيترين ئي ٻين فلمن ۾ ڪم ڪرڻ جي آڇ ٿي. هن 8 سال ڀارتي فلم انڊسٽري ۾ ڪم ڪيو. سندس هيروئن جي حيثيت سان پهرين فلم 'ڀولي ڀالي' هئي، جيڪا فلمساز ۽ اداڪار ڀڳوان جي ٺاهيل هئي. سندس ٻي فلم 'پارس' هئي، جنهن ۾ هن مڌوبالا، ڪامني ڪوشل ۽ رحمان سان گڏ اهم ڪردار ادا ڪيو. ان کانسواءِ 'جادو کي پتلي'، 'بغداد کا چور' ۾ به اهم رول ادا ڪيائين. هيءَ ان سالن کانپوءِ پاڪستان واپس هلي آئي. هتي اچي هن هدايتڪار شيخ حسن سان گڏجي اردو فلم 'هماري زبان' ناهي، جنهن جي هيروئن به پاڻ هئي، جيڪا ناڪام ٿي وئي. ڪافي عرصي ڪانپوءِ هن هدايتڪار غلام حيدر صديقيءَ جي فلمن: 'گهونگهٽ لاهه ڪنوار'، 'بادل'، 'البيلي'، 'غيرت شان اسان جو'، 'هاري'، 'حاضر سائين'، 'سهڻا سائين' ۽ 'سسئي پنهون' وغيره ۾ شاندار پرفارمنس ڏني. جڏهن ته هن ڀارتي هندي فلمن: 'پراني زمين'، 'تم نه مانو' ۽ 'هماري زبان' ۾ به اهم ڪردار ادا ڪيا.

# ٻ

**ٻاجهي فقير لغاري**: ٻاجهي فقير لغاري ڳوٺ دريڙي، لڳ ڪوٽ نواب، تعلقي ۽ ضلعي سانگهڙ ۾ 1920ع ۾ جنم ورتو. سندس وڏا اباوڙي مان لڏي اچي ڳوٺ دريڙي ۾ رهيا. ٻاجهي فقير پرائمري اسڪول ۾ چار درجا



سنڌي پڙهيو. ان ڪانپوءِ هارپي ۽ مزدوريءَ سان گڏ مال چاريائين. صوفياڻي شاعري ڪيائين. جتي به ڪنهن دوست سان ملاقات ٿيندي هئس ته پنهنجي شاعري ان کي ضرور ٻڌائيندو هو. سندس شاعريءَ جو نمونو صوفي رڪيل شاهه، بيدل ۽ ٻُيل فقير جي ڪافين جي رنگ ۾ ڇپيل آهي. سندس ڪافين جو بياض موجود آهي. ٻاجهي فقير ڪنڌ هيٺ ڪري، پنهنجي ڌن ۾ هلندو هو. هن کي اڪثر "ٻوڙو" ڪري سڏيندا هئا. حياتيءَ جي آخري سالن ۾ ميرپورماٿيلي جي ڳوٺ داد لغاري ۾ لڏي وڃي وينو. جتي 1990ع ۾ 70 سالن جي ڄمار ۾ وفات ڪيائين. سندس آخري آرام گاهه ڳوٺ داد لغاري ۾ آهي. (حوالو: 'ڪافيون' ڊاڪٽر نبي بخش لغاري)

**ٻاڙمير** (Barmer): ٻاڙمير، ڀارت جي صوبي راجستان جو ضلعو آهي. ڪاروباري لحاظ کان هن شهر کي راجستان جي مکيه شهر جي حيثيت حاصل آهي. ٻاڙ مير راجستان جو ٻيو نمبر وڏو ضلعو آهي. هن ضلعي جي




ڪل ايراضي 28387 ڪلو ميٽر آهي. ٻاڙمير سنڌ جي سرحد کان 270 ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي. هيءَ سمنڊ جي سطح کان 3727 فوٽ (1136 ميٽر) مٿي ۽ پکيڙ ۾ 22 ڪلو ميٽر آهي. مختلف موسمن ۾ هن جو گرمي پد مٿي چڙهي 51°C کان 46°C تي ويندو آهي. سياري ۾ وري 0°C (41°F) تي ويندو آهي. ٻاڙمير ۾ هڪ سال اندر سراسري برسات 277 ملي ميٽر پوندي آهي. هن ضلعي جا اڪثر ماڻهو ٽرجي ٻني ڪن ٿا ۽ مال چاريندا آهن. هن شهر تي ٻاڙمير نالو هڪ حاڪم ٻهڙاڙائو پرمار (Bahada Rooparmar) جي نالي تان پيل آهي. هيءُ شهر 13 صدي ۾ آباد ٿيو. ٻاڙ مير جي 2001ع ۾ آبادي 83517 هئي. جنهن ۾ مرد 54 سيڪڙو ۽ عورتون 64 سيڪڙو هيون. انهيءَ شرح ۾ هينئر اضافو ٿيو آهي. ٻاڙ مير ڪاٺ تي اُڪر ڪرڻ، تراشڻ ۽ ان جي فرنيچر جي ڪم جي لحاظ کان مشهور آهي، هتي بلاڪ پرنٽنگ انڊسٽري ڪانسواءِ ڪپڙي جي صنعت به آهي. ٻاڙمير ۾ ڪيترائي ميلا لڳندا آهن. جنهن ۾ مشهور ميلو چوپائي مال جو آهي، جيڪو هر سال تلوارا ڳوٺ ۾ لوڻي نديءَ جي ڪناري تي لڳي ٿو. جيڪو اپريل ۽ مارچ جي مهيني ۾ منعقد ٿئي ٿو. ٻاڙمير ۾ تمام گهڻا سنڌي قبيلا رهن ٿا، جن ۾ اڪثريت هندن جي آهي. ٿر ۽ ٻارميڙ جي هنرن ۾ هڪجهڙائي آهي، اتي جي بازارن ۾ اجرڪ سميت ۽ ٿرجو پرٽ عام وڪري لاءِ رکيل هوندو آهي.

**ٻاگهلائي، علي محمد، مولوي**: مولوي علي محمد ولد حاجي ڀائي خان 1899ع ڌاري ٻاگهلي ڳوٺ ۾ جنم ورتو. ان وقت هيءُ ڳوٺ اهو گوني تعلقي ۾ هو، پوءِ ٽنڊو محمد خان ٿيو ۽ هينئر گولاڙچي تعلقي ۾ اچي ٿو. ٻاڻ شروعاتي تعليم ڪيبرن جي مدرسي ۾ حاصل ڪيائين. فارسي تعليم ميي (ٻاگراڻي) ڳوٺ ۾ حاصل ڪيائين. عبدالعزيز ٻاگراڻي سندس استاد هو. ان ڪانپوءِ جنهاڻ سومري جي مدرسي ۾ ڪريمان ۽ نام حق جي تعليم ورتائين. بندنامه، سڪندر نامه ۽ صرف به اتي پڙهيو. جنهاڻ سومري جو مدرسو قديم وقت کان قائم آهي، جتي مشهور سياح ابن بطوطه به ويو هو. ان ڪانپوءِ هن سجاول لڳ آمريءَ جي مدرسي ۾ حاجي فتح علي کان تعليم ورتي، ڪنز ۽ قاضيه مالاڻي ۾ مولوي محمد موسيٰ وٽ پڙهيو. ان بعد لاڙ جي مشهور علام حاجي حامد الله کان سکپور ۾ نفسيه ميني، تفسير جلالي ۽ مشڪوات شريف جو علم سکيائين. ان ڪانپوءِ ٻڍي شهر ۾ مولوي محمد موسيٰ وٽ پڙهيو ۽ اتي ئي سندس دستاربندي ٿي. دستاربنديءَ بعد ٻاگهلي موٽي اچي مدرسو کوليائين، جيڪو اڃا تائين هلندڙ آهي. هن پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪيترئون ئي علمي ادبي خدمتون سرانجام ڏنيون. 'اسلامي ڳالهيون' 16 جلدن ۾ لکيائين. سندس هڪ بياض پڻ آهي. مولوي علي محمد ٻاگهلائي کي عربي ۽ فارسيءَ تي عبور حاصل هو. سندس لائبريري ۾ ڪيترائي عربي ۽ فارسي جا ناياب ڪتاب هئا. هن 1981ع ڌاري وفات ڪئي.

**ٻالچند منشي**: منشي ٻالچند 'آزاد' ڪلهوڙن جو درٻاري شاعر هو. هيءُ آخوند فيض الله 'طپش' جي شاگردن مان هو ۽ مير علي شير قانع ٺٽويءَ جو دوست هو. غزل ۽ تاريخ گوئيءَ ۾ ڪيس وڏي مهارت حاصل هئي. هن جي چيل قطعه تاريخن کي پڙهڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته قطعه تاريخ جي فن ۾ هن جو ڪو ثاني نه هو جڏهن ميان غلام شاهه ڪلهوڙو سنڌ جو حاڪم ٿيو تڏهن هيلين قطعه تاريخ لکيائين:

به نشت 'غلام شاهه' بر 'مسند جاه'
برخاست 'مراد ياب نا اميد' به 'آه'

1170هه=370-1540

منشي ٻالچند مير بهرام خان ٽالپر جي شهادت تي به هڪ طويل قطعه تاريخ چئي، ۽ مير بجار خان ٽالپر جي شهادت تي به ماده تاريخ ڪڍيائين.

**ٻاونجاھ اکريون**: ٻاونجاھ اکريون سنڌيءَ جي الفا بيٽ/ پٽيءَ جي ٻاونجاھ اکرن سان شروع ڪيل ٻيتن ۽ چوپاين، بندن هيٺ طويل نظم جي صورت ۾ لکيون ويون آهن. ٻاونجاھ اکريءَ ۾ 'ڱ'، (سڱ)، 'ڙ'، (ماڙي)، 'ڄ'، (مڄ) ۽ اکر 'ء' (الف حمزي) کنهن به لفظ جي منڍ ۾ نٿا اچن. ان ڪري هن ڏکيائيءَ سبب ٻاونجاھ اکريون گھٽ لکيون ويون آهن. شاعريءَ جي قديم انداز بيان سان 1983ع ۽ 86ع جي ايم. آر. ڊي دؤر ۾ وچولي سنڌ جي مشهور شاعر روشن ڪلهوڙي عرف سانوڻ وچولائيءَ ٻاونجاھ اکري سرجي هئي. هن "ڱ" ۽ "ڙ" جهڙن لفظن کي پٽيءَ جي اچارن هيٺ استعمال ڪيو هو. مثال: "'ڱ' سڱ جهڙو لفظ ڪنهن بي ٻوليءَ ۾ ڳولي ڏي".

**ٻُتا قبا**: پَٽ سليمان ۾ سليمان فقير لنڊ واري قبرستان کان اتر اولهه ۾ چار ڪلو ميٽر پري هيءَ قديم ۽ وڏو قبرستان آهي، جتي ٻه قبا آهن. انهن قبن کي هن نالي سان ان ڪري سڃاتو وڃي ٿو جو انهن جون چوٽيون ڊهي ويون آهن. هن وقت هن قبرستان ۾ ڪل 7 عدد گنبذي مقبرا ڏسجن ٿا، جن مان فقط ٻن تي گنبذ باقي آهن. باقي گنبذ اڌ يا مڪمل طور ڊهي چڪا آهن، جنهن ڪري ٻُتا ٿي پيا آهن. سيني مقبرن جا دروازا اوير پاسي کان آهن. مقبرن کي ڏسي ائين ٿو لڳي ته انهن مان ٻه مقبرا مڪمل ٿي سگھيا هئا. باقي مقبرن تي ليپي ۽ پلستر جي مرحلي تي ئي ڪم بند ڪيو ويو هو. جيئن ته انهن تي ليپو - پلستر نه ٿيو، ان ڪري برساتن جي اثر هيٺ انهن کي جلد نقصان پهتو ۽ انهن جا گنبذ ڊهي پيا. هن قبرستان ۾ اڏاوتون ته ڪلهوڙا دور جون لڳن ٿيون، پر ڪنهن به قبر تي نالو ۽ سن نظر نه ٿو اچي. فقط هڪ قبر اهڙي آهي، جنهن جي وارثن قبر تي تازو ڪتبو هٽايو آهي، جيڪو هن ريت آهي: "مزار شريف سخي عالم خان لُنڊ بلوچ پاڙو گھنوراڻي سن 11 هجري" هيءَ قبر هڪ ٿلهي تي ٻين قبرن سان گڏ آهي، وارثن ان کي سائو رنگ ڪيو آهي. باقي اوپر ۽ اولهه واريون قبرون اڇي پلستر واريون آهن. هن قبرستان ۾ شايد سڀ کان قديم مقبرا ۽ قبرون اهي ئي آهن، جن تي پلستر ٿيل آهي. اوچن ٿلهن تي موجود قبرون به لڳ ڀڳ ساڳئي دور جون معلوم ٿين ٿيون. پر انهن ۾ به اڏاوتون خاص طور ڏيان طلبين ٿيون. جن مان هڪ مقبرو هن قبرستان جي اتر ۾ آهي. اهو مقبرو گھنور خان لنڊ جو ٻڌايو وڃي ٿو جيڪو ميان وال تحريڪ ۾ به شامل رهيو.

**ٻدو فقير وڱهامل**: درگاھ ذاڪريءَ جي سائين روضي ڌڻيءَ جو عقيدتمند هيءَ بزرگ فقير ٻدو ولد عرس وڱهامل، اصل ماتليءَ جو رهاڪو هو. سندس پونيئر اجا تائين ماتليءَ ۾ رهائش پذير آهن. ٻدو فقير روضي ڌڻيءَ سان گڏ 19-1918ع ڌاري نوابشاھ ضلعي (هاٿوڪي بينظير آباد) ۾ آيو ۽ سموري حياتي مرشد جي محبت ۽ خدمت ۾ گذاريائين. جماعت ذاڪريءَ ۾ ٻدو فقير وڏي مرتبي تي پهتل شخص هو جنهن کي سندس مرشد پنهنجو حال محرم ۽ همراز بڻايو ۽ جڏهن هن جهان مان لاڏاڻو ڪيو، تڏهن سندس نندي فرزند سيد احمد شاھ "سائين سهڻي" جي عمر هڪ سال هئي. ان ڪري پنهنجي روحاني امانت ٻدي فقير کي ڏنائين ۽ ٻدي فقير به مرشديءَ جو مرتبو ماڻيو. سهڻو سائين به ڪيس مُرشد ڪري مڃيندو هو. سائين روضي ڌڻي ٻدي فقير لاءِ چوندو هو:

جتي هجي ٻُدل، اُتي ڪو نه هوندو مُنڌل.

ٻدي فقير کي نياڻيءَ جو اولاد هو. هن مُرشد جي وصال کان ڏھ سال پوءِ تاريخ 5 ربيع الاول 1365ھ/1946ع ۾ وفات ڪئي ۽ ڪيس روضي شريف ۾ ننڍن قبن اندر دفن ڪيو ويو.

**ٻرڙو، شاھنواز**: ڊاڪٽر شاھنواز ولد شير محمد ٻرڙو ٻهرين مارچ 1938ع تي ڳوٺ، تعلقي قنبر، ضلعي قنبر- شهدادڪوٽ ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم ڳوٺ، وڳڻ ۽ ڏوڪريءَ جي اسڪولن مان حاصل ڪيائين. هائير سيڪنڊري تعليم گورنمينٽ ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي ۽ حيدرآباد مان ورتائين. زولاجيءَ ۾ ايم. ايس. سي ڪرڻ بعد سنڌ زرعي ڪاليج ڏوڪريءَ ۾ ليڪچرار ٿيو. جتي ترقي ڪري 1980ع ۾ پروفيسر جي عهدي تي پهتو. هن "سنڌ جي مختلف علائقن ۾ موجود جهنگلي پکين جي جسم جي اندرين ۽ ٻاهرين حصن تي ويهندڙ مفت خور جيتن ۽ ڪيڙن جو جائزو، موسمي تبديليءَ جو اثر، انهن جي سڃاڻپ" جي عنوان تي 1976ع ۾ مقالو لکي پي. ايڇ. ڊي ڪئي، جنهن ۾ پروفيسر ڊاڪٽر شجاعت الاڪبر سنڌس نگران هو. ڊاڪٽر شاھنواز، ايم ايس سي، ايم فل ۽ پي. ايڇ. ڊي جي پروگرامن ۾ يونيورسٽيءَ جي گائيڊ جي حيثيت سان ڪيترن شاگردن جي رهنمائي ڪري چڪو آهي. هن جي رهنمائيءَ ۾ ڪيترا شاگرد پي. ايڇ. ڊي ڪري چڪا آهن ۽ ڪيترا ڪري رهيا آهن. سائنس جي مختلف موضوعن تي سنڌس ڪيترائي تحقيقي مضمون، مقالا، قومي ۽ بين الاقوامي جرنلن ۾ ڇپجي چڪا آهن. هن وقت ايگريڪلچر ڪاليج ڏوڪريءَ جو پرنسپال آهي.

**ٻرڙو، عبدالعزيز انجنيئر**: اديب، محقق، اسڪالر عبدالعزيز ولد پير بخش ٻرڙي، ٻهرين مارچ 1937ع تي ڳوٺ ٻلهڙا، تعلقي ميهڙ، ضلعي دادوءَ ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم ڳوٺ ۾، مئٽرڪ دادوءَ مان، انٽر گورنمينٽ سائنس ڪاليج حيدرآباد مان پاس ڪرڻ بعد بي. اي (B.E) سول انجنيئرنگ اين. اي. ڊي ڪاليج ڪراچيءَ مان 1960ع ۾ ڪيائين. ٻه سال گورنمينٽ آف سنڌ بلڊنگس ۽ ايريگيشن کاتن ۾ نوڪري ڪيائين. آڪٽوبر 1962ع ڌاري فيڊرل پبلڪ سروس ڪميشن جو امتحان ڏئي



ريلوي کاتي ۾ اسسٽنٽ ايگزيڪيوٽو انجنيئر مقرر ٿيو. مختلف عهدن تي ڪم ڪندو رهيو ۽ پروموشن ذريعي 1989ع ڌاري ڊويزنل سپرنٽينڊنٽ ريلوي مقرر ٿيو. 15 اپريل 1992ع تي نوڪريءَ جو مدو پورو ٿيڻ کان اڳ ئي موڪل تي لهي رٽائر ڪيائين. نوڪريءَ دوران عوامي ڀلائي ۽ سڌاري لاءِ مهراڻ ريلوي ايمپلائيز ويلفيئر ايسوسيئيشن (مراوا) جوڙيائين. جنهن جو سرپرست اعليٰ ٿيو. 21 آگسٽ 1993ع تي ڳوٺ مبارڪ ٻرڙي، تعلقي موري ۾ تاريخي ڪنوينشن ڪوٺرايائين. جنهن ۾ (شهيد) محترم بينظير ڀٽو مهمان خاص جي حيثيت سان شريڪ ٿي. 1994ع ۾ سيد عبدالله شاھ جي وڏ وزارت دوران 1994ع کان 1996ع تائين خاص صلاحڪار رهيو. 21 آگسٽ 1987ع تي دوستن سان گڏجي آل ٻرڙا ويلفيئر ايسوسيئيشن (ابوا) جو بنياد رکيائين. جنهن جو ٻهريون چيئرمئن ٿيو. جنهن جي پليٽ فارم تان

ڀھراڙيءَ جي ڪن خاص وڏن ڳوٺن ۾ لائبريريون کولرايائين. شروع کان ڪيس علم ادب ۽ مطالعي جو ڪافي شوق رهيو آهي. مختلف موضوعن سميت ڪرنٽ افيئرس تي مضمون لکي ٿو. جيڪي مضمون مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپجي چڪا آهن. سندس مضمونن جو هڪ ڪتاب ’هاهرڪندو هل‘ 2006ع ۾ پي. بي. ايف پبلڪيشن ڪراچيءَ طرفان ڇپجي چڪو آهي.

**ٻُرڪي:** ٻاڪري مال جي بيماريءَ جو هڪ قسم، جنهن ۾ ٻاڪرو مال خاص ڪري ٻڪري ڪومائجي ويندي آهي ۽ اوچتو رڙيون ڪري ڪِري پوندي آهي ۽ مري ويندي آهي. اهڙي مرض کي ٻرڪي چوندا آهن. مالوند ماڻهو ان مرض لاءِ مال جي واڙ مٽائيندا آهن. يا وري ڪو ڏاريو مال پنهنجي مال سان گڏائيندا آهن.

**ٻڙها:** ٻڙها سنڌ جي هڪ قديم ذات آهي، هن ذات وارا موهن جي دڙي واري دور کان پنهنجي ڪرت جي حوالي سان ساڃيو ڪم ڪندا اچن ٿا. عبدالقادر جوڻيجو پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته : ٽيرا ڪوٽا، قديم رانديڪا، جيڪي پنيور، ٽئڪسيلا ۽ موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ مان مليا آهن، اهڙا مضبوط رانديڪا جيڪي صدين گذرڻ کانپوءِ به سلامت آهن. اهي ’ٻڙها‘ نالي ٽڙجي قبيلي جي ماڻهن ٺاهيا.

سندن رانديڪن ٺاهڻ جي تاريخ هن ريت آهي ته پراڻي درياهه هاڪڙي جي ڪپرن تي ڪن هنڌن تي هڪ خاص قسم جي مضبوط چيڪي مٽي ملندي هئي. جنهن کي صرف ’ٻڙها‘ ئي سڃاڻي سگهندا هئا. ٻڙها چيڪي مٽيءَ ۾ رائي (وڏن وڏن داڻن واري مٽي) ملائي ان کي ايترو ته ڳوهيندا هئا، جو مٽي ۽ واري هڪ ٿي ويندي هئي. ان کانپوءِ ان مان رانديڪا ٺاهيندا هئا. رانديڪا ٺاهڻ کانپوءِ انهن کي ڪرڙ جي ڪاٺين جي ڪير ۾ پچائڻ سان گڏوگڏ سڙڻ وقت ڪرڙ جي ڪاٺيءَ مان جيڪو ٽيپو ٽيپو ٿي رس نڪرندو آهي. انهيءَ رس جا پندا رانديڪن مٿان هاريندا ويندا هئا ته جيئن رانديڪن ۾ وڌيڪ مضبوطي اچي. رانديڪن کي ٺاهي مٽيءَ ۾ پوري ڇڏيندا هئا ۽ ڪافي ڏينهن کانپوءِ ڪڍندا هئا ۽ صاف ڪري عورتن کي ڏيندا هئا، جيڪي اهي رانديڪا اناج جي بدلي وڪرو ڪنديون هيون. انهن رانديڪن کي ٽيراڪوٽا جو نالو ڏنو ويو آهي. ٻڙها صدين کان رانديڪا ٺاهيندا ٿا اچن ۽ سندن ذات سنڌ جي قديم ترين ذات آهي.

**ٻلهڙيجي (ڳوٺ):** ٻلهڙيجي ضلعي لاڙڪاڻي، تعلقي ڏوڪريءَ ۾ موهن جي دڙي جي ڏاکڻي طرف سنڌو نديءَ جي ڪناري تي آباد هڪ قديم ڳوٺ آهي. هيءُ ڳوٺ عظيم سنڌو سڀيتا متعلق کوجنا واري مد ۾ نهايت اهم آهي. موهن جي دڙي سان گڏوگڏ هجڻ سبب هن ڳوٺ ۾ پاڻيءَ لاءِ کوهيون کوٽڻ سان زمين هيٺان موهن جي دڙي جون ٺڪريون، گهڙا ۽ ڪنگڻ وغيره نڪرندا آهن. هن ڳوٺ ۾ ڪافي ذاتين وارا رهن ٿا، پر اڪثريت گهڻو ڪري پيرزادا ذات وارن جي آهي جيڪي 1936ع ۾ درياهه پاڻ سبب ڪچي مان لڏي هن ڳوٺ ۾ آباد ٿيا. هن ڳوٺ ۾ بجلي، روڊ، اسڪول، گندي پاڻيءَ جي نيڪال، اسپتال سميت سموريون بنيادي سهولتون موجود آهن. 1986ع ڌاري ڳوٺاڻن پنهنجي مدد پاڻ تحت پنجن ڪمرن تي مشتمل هڪ اسپتال ٺهرائي. هن ڳوٺ ۾ ’ڳوٺ سڌار سنگت‘ سنڌي ادبي سنگت، ڪميونسٽ پارٽي، جيئي سنڌ متحده محاذ سميت ٻيون تنظيمون ڳوٺ جي فلاح لاءِ ڪم ڪري رهيون آهن. هن ڳوٺ مان ڪيترائي پڙهيل لکيل نوجوان مختلف ملڪن توڙي ٻاهر جي سرڪاري توڙي خانگي ادارن ۾ ڪم ڪري رهيا آهن. ناليوارو صحافي ۽ لطيف شناس ڏاهو ۽ شاعر انور پيرزادو، گيت جو نامور شاعر مير محمد پيرزادو، قومپرست اڳواڻ حفيظ پيرزادو، فقير يار محمد پيرزادو، امر پيرزادو، الطاف پيرزادو، زرار پيرزادو، فيض الله پيرزادو، جانيٽڙو سنڌي (فنڪار) ۽ ملڪ پيرزادو هن ڳوٺ جا آهن.

**ٻيڙو مير بحر:** ٻيڙو مير بحر سنڌ جي قومي راند ملهه جو مشهور پهلوان ٿي گذريو آهي. هن پهلوان جو اصل ڳوٺ رمضان مير بحر، ضلعي ٽنڊي الهيار ۾ آهي ۽ هن پهلوان کي ملهه جو شوق پنهنجن وڏن کي ڏسي پيدا ٿيو. هن پهلوان جو پيءُ، چاچو ۽ ڏاڏو به سٺا ملهه پهلوان ٿي گذريا آهن. جن کي ڏسندي هن کي به ملهه جو شوق جاڳيو. هن ملهه جي ابتدا پنهنجي ڳوٺ کان ڪئي. ملهه جي تربيت پنهنجي سئوٽ اميد علي مير بحر کان ورتائين. جڏهن ملهه سکي تيار ٿيو ته پهلوان اميد علي کيس شاگرديءَ جو ڏاڳو ٻڌو ۽ ملاکڙن ۾ وڃڻ جي اجازت ڏني. ٻيڙو پهلوان پنهنجي ڳوٺ ۾ هڪ مهينو ٽئين جوڙ ۾ وڙهيو ۽ جلد ئي ترقي ڪري، ٻئي جوڙ ۾ پهتو هيءُ هڪ ڪامياب پهلوان هو.

**ٻيلڻ:** ٻيلڻ سنڌ جو مشهور لوڪ گيت آهي، جنهن جون روايتون گهڻو ڪري سنڌ جي اتر ۽ ڪاڇي وارن طبعي ڀاڱن مان ملن ٿيون. هيءُ فني سٽاءَ جي لحاظ کان ٻن مصرعن وارو نظم آهي. هن جو نمونو ۽ مضمون عام روايتي لوليءَ سان ملندڙ جلندڙ هوندو آهي. هن جو مضمون عورت پاران محبت جي اظهار ڪرڻ، وڇوڙي جا ورلاپ ڏيڻ ۽ ملاقات جي انتظار تي آڌاريل هوندو آهي. لوڪ گيت اڪثر مرد ۽ عورتون ڳائينديون آهن. جن ۾ مرد خاص طور اسر وقت اٺن پلاڻڻ وقت ۽ رات جو سفر ڪرڻ دوران ۽ عورتون وري پيرون جي موسم ۾ جڏهن جهنگ ڏانهن ٽولا ڪري پيرون چونڊڻ وينديون آهن تڏهن ڳائينديون آهن. هن گيت جا مڙيئي نمونا سرائڪي ٻوليءَ ۾ ملن ٿا.

ٻيلڻ وي هڻ تيڏي ٻيلڻ ٻيني ڳاوي
رمزان دي ماري کهڙي ٻارڙي چاوي
ٻيلڻ وو...!
پيلون چوندينديمين ويڙهه وجايا
شاباس انهان سهيليان جنهان لڙهه ڳايا
ٻيلڻ وو...!



# پ

**پارت واسي** (اخبار): هيءَ اخبار 1919ع ڌاري جاري ٿي. هيءَ اخبار اصل ۾ ’هندواسي‘ جو نئون نالو هو. ڇاڪاڻ ته ’هندواسي‘ جي ايڊيٽر جيٺمل پرسرام جي جيل وڃڻ ڪانپوءِ اخبار جي بند ٿيڻ جي ڊپ سبب ان جو نالو بدلائي ’پارت واسي‘ رکيو ويو. ’پارت واسي‘ جي طرزِ تحرير ۽ رنگ ڍنگ ساڳيو ’هندواسي‘ وارو هو.

**پارو ۽ حفيظ**: پارو ۽ حفيظ ارغونن جي آخري دؤر حڪومت ۾ ڳوٺ ماڙيءَ ۾ پيدا ٿيا. ماڙي جا سگهڙ هنن شاعرن کي قديم ترين سگهڙ چون ٿا ۽ سندن راءِ آهي، ته لوڪ ادب جي صنف ’ڏٺ‘ جو بنياد هنن سگهڙ شاعرن رکيو ۽ هي پهريان سگهڙ شاعر آهن جن ’ڪٿيون ويٺي ڪٿي‘ واري ڳجهارت ٺاهي هئي. ان ڪانپوءِ ان تي ڪيترن شاعرن (سگهڙن) طبع آزمائي ڪئي. ڊاڪٽر عبدالمجيد ميمڻ سنڌي سندن باري ۾ لکي ٿو ته: ”هو هڪٻئي جا همعصر هئا. البت پارو عمر ۾ وڏو هو. حفيظ جو استاد هو ۽ نابين هو حفيظ اڪثر ڪري ڪار ڪندي ڪا شيءِ يا واقعو ڏسندو هو ته ٺهه پهه ان تي ڳجهارت ٺاهي وجهي استاد کي پيچڻ لاءِ ڏيندو هو ۽ هو ان کي بيتن ذريعي پچيندو هو. هڪ دفعي حفيظ، پٽ جي ڌار ۾ ڏينين جو مانارو ڏسي، هيٺين ڳجهارت ٺاهي وجهي استاد کي پيچڻ لاءِ ڏني:

’گهرن ۾ گهر گهٽا، گهرن ۾ گهر گهٽا‘

پاري ٺهه پهه چيو: ’ڇهيندي ڇٽا ڏينيو ڏنا هوند ۽ ڌار ۾‘. پاري ۽ حفيظ جا اهڙا گڏيل ڳجهارتي بيت ڪيترائي ملن ٿا.

ساڳيءَ ڳجهارت کي عطا حسين موسوي هن طرح لکيو آهي:

گهر ۾ گهر تنهن ۾ گهر گهٽا،
ڪٿي اڪ ڪٺان ته ناهي بس بصير ڪي

اڪثر سگهڙن انهن ٻنهي کي پائر ڪري سڏيو آهي.

**پاوناڻي، موهن ديارام**: برصغير جي مشهور فلمي هدايتڪار موهن ديارام پاوناڻيءَ 1903ع ڌاري حيدرآباد، سنڌ ۾ جنم ورتو موهن کي فلمن سان دلي لڳاءُ هو بمبئي ۾ گونگين فلمن جي زماني کان وٺي موجوده دور



وارين هندي فلمن جي ڊائريڪشن سان جڙيل رهيو برصغير ۾ گونگين فلمن جي شروعات ته 1912ع ۾ هڪ برٽش گاڏڙ هندستاني فلم ’پنڊلڪ‘ سان ٿي، پر برصغير جي پهرين باضابطي گونگي فلم 3 مئي 1913ع تي ’راجا‘ نالي سان رليز ٿي. سنڌ جائي موهن پاوناڻي 1925ع ۾ پهرين گونگي فلم ’سئنيما ڪي راني‘ ڊائريڪٽ ڪئي. ساڳئي سال هن ٻيون ٽي فلمون ’متري پريم‘، ’وير بالا‘ ۽ ’سيٺ سگهالشا‘ به ڊائريڪٽ ڪيون. 1930ع ۾ موهن پاوناڻي انڊيا آرٽ پراڊڪشن جي بينر هيٺ فلم ’وسنت سينا‘ ۾ ڊائريڪشن ڏني. فلم وسنت سينا پارت جي پهرين عالمي فلم هئي. هيءَ فلم پرڏيهه ۾ ڏيکاري ويئي، جتي هن فلم زبردست مقبوليت ماڻي، اها فلم فرانس ۽ جرمنيءَ ۾ به ڏيکاري ويئي.

موهن پاوناڻي پنهنجن فلمن ۾ نين ڪهاڻين کي جنم ڏنو پهرين ڳالهائيندڙ فلم ’عالم آرا‘ ڪانپوءِ موهن پاوناڻيءَ جي ڊائريڪشن ۾ ٺهيل جڳ مشهور فلم ’نورجهان‘ جي ڪجهه حصن کي ڳالهائيندڙ فلم جو روپ ڏنو ويو جيڪا بيحد ڪامياب ويئي. 1931ع کان 1948ع تائين موهن پاوناڻيءَ ڪل 22 هندي فلمن کي پنهنجي قابليت ۽ ڊائريڪشن سان سينگاريو جڏهن ته 1925ع کان 1957ع تائين هن 55 هندي/اردو فلمن جي ڊائريڪشن ڏني. شروعاتي دور ۾ هن انڊين آرٽ پراڊڪشن، اجنتا سيني ٽون ڪمپني جي هندي فلمن ۾ ڊائريڪشن ڏني. ان ڪانپوءِ هن پنهنجي فلم ڪمپني ’پاوناڻي پراڊڪشن‘ جي نالي سان برپا ڪئي. موهن پاوناڻي ڊاڪيومينٽري فلمون ٺاهڻ ۾ ماهر هو پارت سرڪار پاران ڪيس فلمس ڊويزن جو پهريون ڊپٽي ڪنٽرولر آف ڊاڪيومينٽري فلم مقرر ڪيو ويو.

موهن پاوناڻيءَ جي ڊائريڪشن ۾ ٺهيل 55 فلمن مان ڪجهه هندي فلمن جا نالا هيٺيان آهن: (1) ترپيد - فريبي چال (1931ع)، (2) ويرڪال (1932)، (3) افضل (1933)، (4) رنگيلا راجپوت (1933)، (5) درد دل (1934ع)، (6) مل (1934ع)، (7) سير پرستان (1934ع)، (8) جنگ بهادر (1935ع)، (9) نوجيون (1935ع)، (10) شادي ڪي رات (1935ع)، (11) دلاور (1936ع)، (12) جاڳڻ (1936ع)، (13) جمبودي ايپ مين (1937ع)، (14) ڊبل ڪراس (1938ع)، (15) هماليه ڪي بيٽي (1938ع)، (16) تبت ڪا جادو (1938ع)، (17) جمبو ڪا بيٽا (1939ع)، (18) جهوني شرم (1940ع)، (19) پريم نگر (1940ع)، (20) بيسوين صدي (1945ع)، (21) رنگ پومي (1946ع)، (22) رنگين زمانا (1948ع)، (23) اجيت (1948ع) ۽ ٻيون فلمون شامل آهن.

موهن پاوناڻي مشهور ليکڪ منشي پريم چند جي ڪهاڻيءَ تي آڌاريل ’مل‘ نالي فلم ٺاهي، جنهن تي انگريز سرڪار بندش وڌي هئي. بعد ۾ 9 مئي 1938ع ۾ هيءَ فلم ’غريب پرور عرف ديا ڪي ديوي‘ جي نالي سان رليز ڪئي ويئي هئي. ان وقت هن فلم تي هڪ لک روپيا خرچ ٿيو هو موهن پاوناڻي منشي پريم چند جي ٻي ڪهاڻيءَ جي آڌار تي ٻي فلم ’نؤجيون‘ نالي سان ٺاهي. فلم ’پريم نگر‘ (1940ع) ۾ موهن پاوناڻي مشهور سنگيتڪار نوشاد علي کي سنگيت ڏيڻ جو موقعو ڏنو نوشاد علي هن فلم ۾ پهريون دفعو سنگيتڪار جي روپ ۾ ڪم ڪيو.

**پائي ولي رام جي دربار**: هيءَ دربار ڳوٺ ڏڳاڻي مهيسر، تعلقي ميرو خان، ضلعي قمبر - شهدادڪوٽ ۾ هوندي هئي. پائي ولي رام جي سرپرستيءَ ۾ هتي چنڊ جي پهرين تاريخ تي درباهه شاهه جو ميلو لڳندو هو. جنهن ۾ پري پري کان هندو اچي شريڪ ٿيندا هئا. 1917ع ۾ پائي ولي رام جي ديهانت بعد واڌو مل دربار هلائيندو هو. سڪر واري هندو مسلم فساد ڪانپوءِ هن دربار جي رونق گهٽجي ويئي.

**ڀٽائي آرٽ اڪيڊمي:** ڀٽائي آرٽ اڪيڊميءَ جو بنياد 1991ع ۾ پيو ان وقت هن اڪيڊمي جا ڪُل 20 ميمبر هئا. هن اڪيڊمي جو پهريون چيئرمئن شبير 'آڪاش' قريشي هو صدر نويد احمد سرڪي، جنرل سيڪريٽري لطيف 'ساغر' دائود پوٽو هو. هو هن اڪيڊميءَ جي بنياد ۾ قادر بخش بروهي ۽ ٻيا شامل هئا. هن اڪيڊمي ٿل ۾ ڪيترائي مزاحيه ۽ اصلاحي ڊراما پيش ڪيا. اڪيڊمي جي محنت ڪش ستارن جو پهريون پيش ڪيل اسٽيج پروگرام 'پاپي' هو هن اسٽيج ڊرامي جو هدايتڪار مدد علي 'وفا' هو. جيڪو اصل شهدادڪوٽ جو رهواسي هو ان ڪانپوءِ هن اڪيڊمي جو ٻيو ڊرامو 'خدا خير ڪري' 1992ع ۾ پيش ڪيو ويو. جيڪو گهڻو مقبول ٿيو. خدا خير ڪري ڪانسواءِ ڀٽائي آرٽ اڪيڊمي جي ميمبرن ڏينهن رات محنت ڪري 'اچو ڪو يزيد' ۽ 'جشن ٿل' جهڙا اسٽيج ڊراما پيش ڪيا ۽ هينئر هن اڪيڊميءَ جو تاحيات چيئرمئن شبير 'آڪاش' قريشي کي چونڊيو ويو آهي. جڏهن ته ورڪنگ باڊيءَ ۾ صدر عبدالهادي سرڪي، نائب صدر گل ميرالي، جنرل سيڪريٽري اي ڪي 'ساگر'، گلاب جکراڻي، علي نواز ٻرڙو ۽ وحيد قريشي شامل آهن. ويجهڙائي ۾ هن اڪيڊمي پاران 'بيگناهه' نالي ڊرامو اسٽيج ڪيو ويو جنهن جو هدايتڪار اي. جي 'ڪليان' دايو هو. جڏهن ته ان جي ڪهاڻي اسدالله ڦلپوٽي جي لکيل هئي. ان سميت هن اڪيڊميءَ جو ٻيو ڊرامو 'عيوضو' به مقامي سطح تي مقبول ڊرامو آهي. هيءَ اڪيڊمي اسٽيج ڊرامن ۾ پاڻ موکي رهي آهي.

**ڀٽائي آرٽ سرڪل، خانپور:** 1979ع ۾ قائم ٿيندڙ هن آرٽ سرڪل جو بانيڪار ذوالفقار هيسباڻي هو. جيڪو خود هن آرٽ سرڪل جو ليکڪ ۽ هدايتڪار هو. هن سرڪل پاران اسٽيج تي: 'امير ۽ غريب'، 'انسان ۽ شيطان' ۽ 'شريف گهنگهار' جهڙا مشهور ناٽڪ رچايا ويا، جن ۾ رفيق دل، لطيف دل، ايوب ملاح، احسان ميمڻ، مراد سومرو ، ذوالفقار هيسباڻي ۽ ٻين اداڪاري ڪئي.

**ڀٽائي ادبي ثقافتي مرڪز لاڙڪاڻو:** هيءَ ادارو جنوري 1991ع ۾ قائم ٿيو. هن اداري طرفان 1991ع ۾ رحيم بخش 'رجائيءَ' جو ڪتاب 'گلشن رجائي' ۽ امداد جتوئيءَ جو 'سنڌو پرتي' ڇپيا.

**ڀٽو، مشتاق علي خان:** مشتاق علي خان ولد نادر علي خان ڀٽو 8 آگسٽ 1947ع تي ڳڙهي خدا بخش، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ جائو. ابتدائي تعليم ڳڙهي خدا بخش مان حاصل ڪري، مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي مان انٽر ۽ بي. اي گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد مان. ايم. اي (پوليٽيڪل سائنس) 1977ع ۾ ڪراچي يونيورسٽي مان پاس ڪيائين. هن پنهنجي سياسي زندگي جو آغاز 1965ع جي صدارتي چونڊن ۾ محترمه فاطمه جناح جي اليڪشن مهم ۾ حصو وٺڻ سان ڪيو. پاڻ 1967ع ۾ شهيد ذوالفقار علي ڀٽي پاران پاڪستان پيپلز پارٽي قائم ڪرڻ وقت سنڌس پارٽيءَ ۾ شامل ٿيو جنهن ڪيس سکر ڊويزن ۾ پارٽيءَ کي منظم ڪرڻ جي ذميواري سونپي، جنهن کي سلي نموني نڀايائين. 1968ع ۾ جڏهن شهيد ڀٽي ۽ سندس ٻين سائين کي گرفتار ڪيو ويو. تڏهن مشتاق علي خان ڀٽو پڻ گرفتار ٿيو اها سندس سياسي زندگيءَ جي پهرين گرفتاري هئي. آزاد ٿيڻ بعد سياسي سرگرمين کي جاري رکندو آيو. 1973ع جي عام چونڊن ۾ پاڪستان پيپلز پارٽيءَ پاران صوبائي اسيمبليءَ جي ٽڪيٽ آڇي وئي، پر ڪن سببن جي ڪري پاڻ انڪار ڪري ڇڏيائين. ڪجهه عرصي لاءِ عملي سياست کان ڪٽيل پڻ رهيو ۽ ڪجهه وقت پرڏيهه هليو ويو 1975ع ۾ پاڪستان واپس اچي نئين ديري ۾ رهائش اختيار ڪيائين. جڏهن 5 جولاءِ 1977ع تي ملڪ ۾ مارشلا نافذ ڪري، شهيد ڀٽي جي حڪومت کي ختم ڪري ڪيس نظربند ڪيو ويو ته پاڻ شهيد ڀٽي جي حمايت ڪندي سياست ۾ ڀيهر سرگرم ٿيو آگسٽ 1983ع ۾ جڏهن ايم. آر. ڊي تحريڪ شروع ٿي، تڏهن ڪيس ڳڙهي خدا بخش ڀٽي مان احتجاجي ريلي ڪڍڻ جي ڏوهه ۾ گرفتار ڪيو ويو گرفتاريءَ دوران ڪيس اٽڪل ڏه سال مختلف جيلن ۾ رکيو ويو جن ۾ ڏوڪريءَ واري فوجي ڪئمپ، مچ، ڪوئيٽا ۽ لانڍي جيل شامل آهن. اتان آزاد ٿيڻ بعد ڪيس ٻيهر 1986ع ۾ ايم. آر. ڊي تحريڪ ۾ حصو وٺڻ جي ڏوهه ۾ سکر سينٽرل جيل ۾ نظربند ڪيو ويو جنهن ڪانپوءِ 1986ع ۾ هن پيپلز پارٽيءَ جي قيادت سان اختلاف ڪندي پارٽيءَ کان عليحدگي اختيار ڪئي ۽ هڪ آزاد اميدوار جي حيثيت سان 1988ع وارين چونڊن ۾ حصو ورتو. مشتاق علي خان ڀٽو هڪ سياستدان هجڻ سان گڏ هڪ برجستو ليکڪ پڻ هو. سندس نثر ۾ لکيل ٽي ڪتاب ڇپجي چڪا آهن. جن ۾: 'جڏهن پرهه ڦٽندي پاند' (خاڪا)، 'ٽين دنيا جي آزادي' (ايم. آر. ڊي تحريڪ دوران ٿيل سياسي تجربن ۽ احساسن جو اظهار)، ۽ 'هٿين هٿ ڪڙول ڳچيءَ ڳانا لوهه جا' (جيل جي ڊائري) شامل آهن. سندس مطالعو تمام وسيع هو. مشتاق علي خان ڀٽو 1994ع ۾ حج ڪرڻ ويو جتي سندس وفات ٿي، ڪيس مڪي شريف ۾ دفن ڪيو ويو.

**پرپور شاهه:** پرپور شاهه ارغونن جي دؤر ۾ ضلعي شڪارپور جي تعلقي لکيءَ جي ڳوٺ ماڙيءَ ۾ پيدا ٿيو هي سنو سالڪ هجڻ سان گڏوگڏ هان فقير جو همعصر هو. سندس شاعري به هان فقير جي شاعري وانگر، ٻٽ پاراتي ۽ واقعاتي مضمونن تي مشتمل آهي. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي پنهنجي ڪتاب 'تذڪره شعراء سڪر' ۾ لکي ٿو ته: "هن بزرگ جو به صرف هڪ بيت مليو آهي، جو بيهڪ ۽ مضمون جي لحاظ کان 'هان' جي بيتن جهڙو آهي، چاڪاڻ جو فني لحاظ کان 'دوهي' جي ٽيڪنڪ تي آهي ۽ مضمون جي نڪته نگاهه کان واقعاتي بيت چئي سگهجي ٿو."

**پرڳڙي، ڊاڪٽر محمد بخش:** ناميارو ڊاڪٽر ۽ مترجم محمد بخش پرڳڙي، 4 اپريل 1952ع تي ڳوٺ صرفاڻي تعلقي دادو ۾ جائو. هن پرائمري تعليم ڳوٺ ۾ ۽ انٽر تائين تعليم دادوءَ ۾ حاصل ڪئي. 1980ع ۾ لياقت



ميڊيڪل ڪاليج مان ايم. بي. بي. ايس پاس ڪيائين. پيپلز ميڊيڪل ڪاليج اسپتال نوابشاهه ۾ هائوس جاب ڪرڻ بعد 1982ع ۾ ميهڙ تعلقي جي ڳوٺ ٻٽ سرائي ۾ ميڊيڪل آفيسر مقرر ٿيو 1982ع کان 1987ع تائين هن دادو ضلعي جي مختلف اسپتالن ۾ فرض نڀايا. سيپٽمبر 1987ع ۾ ڪيس فيلڊ سپروائيزري ميڊيڪل آفيس، حيدرآباد ڊويزن ۾ مقرر ڪيو ويو هن

پوسٽ تي رهندي هن ٻارڙن لاءِ حفاظتي ٽڪن واري مهم ۾ محنت ڪئي. سٺي ڪارڪردگي عيوض کيس اعليٰ ڪارڪردگي جو اوارڊ سيد عبدالله شاهه (مرحوم) سابق اسپيڪر سنڌ اسيمبلي طرفان ڏنو ويو. فيبروري 1990ع کان 1994ع تائين ڊاڪٽر محمد بخش پرائمري هيلٿ ڪيئر ۾ مئنيجمينٽ اينالسٽ طور مقرر رهيو جنهن ۾ هن مختلف بيمارين ۽ انهن جي علاج بابت ڊاڪٽرن کي تربيت ڏني. 1994ع تائين يو ايس. ايڊ پاڪستان چائلڊ سروائيول رٿا تي ڪم شروع ڪيو ته کيس سرڪار طرفان يو ايس. ايڊ جو ڪائونٽر پارٽ نامزد ڪيو ويو. ان دوران هن سڄي سنڌ ۾ هيلٿ مئنيجمينٽ انفرميشن سسٽم متعارف ڪرايو ۽ چار سال لڳاتار محنت سان صحت بابت انگ اکر گڏ ڪري ڊاڪٽرن ۽ پيراميڊيڪل عملي جي معلومات لاءِ سوين ورڪشاپ ڪرايا. ڊائريڪٽر جنرل هيلٿ آفيس ۾ پرائمري هيلٿ ڪيئر مئنيجمينٽ انفرميشن سسٽم جو سيل قائم ڪيو. گڏوگڏ هن سڄي سنڌ ۾ پاڪستان چائلڊ سروائيول طرفان سڀني ميڊيڪل ڪاليجن ۾ انٽيگريٽيڊ چائلڊ سروائيول ٽريننگ جا شعبا کوليا. سندس نگرانيءَ ۾ دستن جي روڪٿام لاءِ سڄي سنڌ جي اسپتالن ۾ يعني ان بيماريءَ ۾ ورتل ٻارن کي نمڪول (O.R.S) ذريعي علاج جي آگاهي ڏني ۽ يونٽ کوليا. ڊاڪٽر پرڳڙيءَ جي ڪاوشن سان سنڌ جي سڀني اسپتالن ۾ هيلٿ جي رڪارڊنگ ۽ رپورٽنگ جو جديد ترين ڪمپيوٽرائيزڊ نظام رائج ڪيو ويو. نومبر 1994ع ڌاري کيس هيلٿ سسٽم ريسرچ جو پروگرام ڊائريڪٽر مقرر ڪيو ويو. اپريل 1995ع ۾ کيس وزيراعظم جي پروگرام تحت ڊپٽي پراونشل ڪوآرڊينيٽر سنڌ مقرر ڪيو ويو. ليڊي هيلٿ ورڪر ۽ سپروائيزر لاءِ ڪورس انگريزيءَ مان سنڌي ۾ ترجمو ڪيائين. يو ايس. ايڊ جي ماهرن سان گڏجي هيلٿ ورڪرن لاءِ رپورٽون ۽ ٻيو مواد ترتيب ڏنائين.

مارچ 1997ع ۾ ڊاڪٽر محمد بخش کي حيدرآباد ڊويزن جو اسسٽنٽ ڊائريڪٽر اسڪول هيلٿ سروسز مقرر ڪيو ويو. انهيءَ دوران ايل. بي. او. ڊي ميرپورخاص ۾ هارين جي تنظيم ٺاهيائين ۽ سم ۽ ڪلر جي باري ۾ زميندارن ۽ هارين کي ڄاڻ ڏنائين. سيپٽمبر 1997ع ۾ کيس وچڙندڙ بيمارين جي روڪٿام لاءِ ڊپٽي ڊائريڪٽر مقرر ڪيو ويو. 1999ع ۾ پوليو مهم ۾ سٺي ڪارڪردگي ڏيکارڻ بعد کيس 2000ع ۾ عالمي اداره صحت ۾ صوبائي سرويلنس آفيسر پوليو جي خاتمي لاءِ مقرر ڪيو ويو. پوليو جي خاتمي لاءِ هن سنڌ جي سڀني ضلعن، تعلقن، يونين ڪائونسلن جو دورو ڪيو. 2005ع ۾ هيءَ لياقت ميڊيڪل ڪاليج اسپتال ۾ رجسٽرار مقرر ٿيو. ڪجهه عرصي بعد کيس ورلڊ هيلٿ آرگنائيزيشن پاران اپريل 2006ع کان فيبروري 2009ع تائين صوبائي سرويلنس آفيسر طور پوليو جي خاتمي لاءِ ذميواريون سونپيون ويون. ڊاڪٽر محمد بخش پاڪستان جي سڀني صوبن سميت پاڪستان سرڪار طرفان دبئي، مصر ۽ سوڊان جي مصر سان لڳندڙ سرحد ۾ پوليو جي کيس اسٽڊيز لاءِ دوري تي پڻ ويو هن صحت بابت ڪافي ڪتابن جا سنڌيءَ ۾ ترجما ڪيا آهن، تازو ريٽائر ڪيو اٿس.

**ڀڳت پنجو رام:** سنڌ جي سنت ڀڳت پنجو رام 23 جنوري 1923ع تي ڳوٺ سرحد (عمر ڏهي) ضلعي گهوٽڪي ۾ جنم ورتو سندس والد جو نالو ڀائي بخت رام ۽ ماءُ جو نالو ڪلٽي ٻائي هو. کيس ننڍي هوندي کان ئي ايشور ڀڳتي طرف لاڙو رهيو. هي روزانو ست سنگ ۾ پوڄا پاٺ ڪندو هو. متس ڀڳت ڪنور رام جو ننڍي هوندي کان ئي وڏو اثر هو جنهن ڪري انهن جون ڀڳتيون ٻڌي ۽ ڀڳت ڪنور رام جو غريب مسڪينن لاءِ پيار ڏسي چوندو هو ته مان به پنهنجي زندگي ڀڳت جي ڏسيل واٽ تي گذاريندس. سنڌي چار درجا پاس ڪيائين. 1941ع ڌاري گهوٽڪي جي ڀائي منشي رام جي ڌيءَ سران ٻائي سان شادي ٿيس. ورهاڱي وقت 1947ع ڌاري پنهنجو ڳوٺ سرحد (عمر ڏهو) ڇڏي گهوٽڪيءَ ۾ اچي آباد ٿيو هن راڳ وديا جي سکيا ڏهرڪيءَ جي مشهور استاد جهنڊي فقير کان ورتي ۽ هن پنهنجي مرشد راما رام صاحب کان متاثر ٿي ڀڳتيءَ جو رستو اختيار ڪيو ۽ کيس جيڪو ڪجهه ملندو هو اهو غريبن ۾ ورهائي ڇڏيندو هو هو ڀڳتن جي ٽولي سان سنڌ جي هر ڳوٺ هر شهر ڪانسواءِ بلوچستان ۽ هندوستان به ويو. ڀڳت پنجو رام 21 مئي 2001ع تي ديهانت ڪري ويو.

**ڀڳت، ستراماداس:** ڀائي ستراماداس ڀڳت ٿي گذريو آهي. هيءَ صوفياڻو ڪلام چوندو هو ڀڳت ڪنور کي ڄمڻ سان ڀائي ستراماداس جي حوالي ڪيو ويو. ڀڳت ڪنور ڀائي ستراماداس سان گڏ ڀڳت وڄهندو هو. ڀائي ستراماداس جي ديهانت ڪانپوءِ ڀڳت ڪنور رام جدا ڀڳت چوندو هو.

**پڳڙو خان جيٽو:** مشهور راڳي پڳڙو خان جيٽو 1931ع ۾ پراڻي ميرپور ۾ بيساڙي پرسان ڳوٺ محمد خان جوٽيجي، ضلعي سانگهڙ ۾ ڄائو. سندس والد جو نالو قوتو خان جيٽو هو. موسيقي کيس ورثي ۾ مليل هئي.



سندس وڏڙا اصل ۾ ضلعي ٻاڙ مير جي ڳوٺ ريڏاٽي (پارت) جا رهواسي هئا سندس خاندان مان اُستاد آنٽل خان عرف آنٽريو، چئنچل خان عرف چانچڙيو مشهور ٿي گذريا آهن. پڳڙي خان جيٽي 1966ع کان سنڌ جي مشهور گائڪ مرحوم اُستاد دين محمد خان کان راڳ جي سکيا ورتي، ڪجهه سال سکيا وٺڻ ڪانپوءِ 1971ع ۾ هيءَ واپس ٻاڙ مير، هندستان هليو ويو. جيسلمير ۽ ٻاڙ مير جي موسيقيءَ کي هندستان جي وزيراعظم راجيو گانڌي هٿي ڏني ۽ اُن موسيقيءَ کي سموري دنيا ۾ متعارف ڪرائڻ لاءِ ڪوششون ورتيون. اُن ڪم ۾ اُستاد پڳڙو خان به شامل ٿيو ۽ هُن راجستان جي هڪڙي ريڪارڊنگ ڪمپنيءَ طرفان ڪيترائي البم رليز ڪيا. اُستاد پڳڙي خان جي گائڪيءَ ۾ استاد خير محمد خان وارو ساڳيو لاءِ سماءُ هو هن تي ان جي گائڪيءَ ۾ اثر نمايان هو اُستاد پڳڙي خان جو هڪڙو گيت "ڏورو" بين الاقوامي سطح تي ۽ سنڌ ۾ پڻ تمام گهڻو مقبول ٿيو "ڏورو" سنڌ جي مشهور موسيقار لعل بخش خان، فوزيه سومرو کان پڻ ڳارايو. جيڪو پڻ مقبول ٿيو پڳڙي خان کي هند جو وڏي ۾ وڏو اوارڊ "پدم پوشن" پڻ مليو جيڪو خانصاحب بڙي غلام علي خان کي به مليو هو اُستاد پڳڙو خان بين القوامي سطح تي به گهڻو مقبول ٿيو انگريز فرمائش تي سندس گروپ کي گهرائيندا هئا. سندس گروپ ۾ نهال، صديق ۽ محمد هاشم ٻوڙر سندس خاص ساٿي هئا. هيءَ آمريڪا ۾ هڪ پروگرام ۾ ويل هو جتي گئس جو

سلينڊر ڦاٽڻ سبب باهه لڳي، جنهن ۾ پاڻ شديد زخمي ٿي پيو ۽ اُتي ئي هڪڙي اسپتال ۾ دم ڏنئيءَ حوالي ڪيائين. سندس تدفين ضلعي ٻاڙ مير، هندستان ۾ ئي ڪئي وئي.

**پليڏنو پنيرو:** مشهور ملهه پهلوان پليڏنو ولد محمد حسن پنيرو ڳوٺ معروف پنيري تعلقي، هالا. ضلعي مٽياريءَ ۾ پيدا ٿيو. پرائمري تعليم ڳوٺ معروف پنيري مان حاصل ڪيائين. 1969ع ۾ مئٽرڪ جو امتحان مخدوم غلام حيدر هاءِ اسڪول هالا مان، 1973ع ۾ ٻارهين جماعت جو امتحان سروري اسلاميه ڪاليج هالا مان پاس ڪيائين. 1975ع ۾ هن گريجوئيشن ۽ 1978ع ۾ ايم.اي (معاشيات) سنڌ يونيورسٽيءَ مان پاس ڪئي. 29 آڪٽوبر 1976ع تي سنڌ يونيورسٽيءَ طرفان پهريون پيرو ملاکڙو ٿيو جنهن ۾ هن بلوچستان ۾ منعقد ٿيل ملاکڙي ۾ ڪئپٽن جي حيثيت سان سنڌ يونيورسٽي جي نمائندگي ڪئي ۽ پنهنجي ٽيم کي سوڀ ڏياري. 1982ع ڌاري 'ڪل سنڌ ملاکڙو' نياز اسٽيڊيم حيدرآباد ۾ ٿيو. ان موقعي تي ملهن جي تنظيم ٺاهي وئي، جنهن ۾ کيس ان تنظيم جو مرڪزي جوائنٽ سيڪريٽري چونڊيو ويو. هيءَ سنڌ ملهه ايسوسيئيشن جو جنرل سيڪريٽري به رهي چڪو آهي. 1983ع ۾ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل حيدرآباد جو ميمبر چونڊيو ويو، جنهن ۾ 1984ع ڌاري ليگ افيئرس ڪميٽيءَ جو چيئرمئن ۽ 1985ع ۾ اسپورٽس ڪميٽيءَ جو چيئرمئن مقرر ٿيو. ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جي ميمبر جي حيثيت ۾ هن پنهنجي ڳوٺ معروف پنيري لاءِ هالا مين روڊ تائين پڪو رستو ٺهرايو. هن ڪيترن ئي مستحق شاگردن کي وظيفا ڏيارايا ۽ ٻيا به ڪيترائي سماجي ڪم ڪيا. هن اسپورٽس ڪميٽيءَ طرفان ڪيترائي ملاکڙا منعقد ڪرايا ۽ سنڌ ملهه ايسوسيئيشن کي ضلعي ڪائونسل ۾ آفيس ڏياري. اڄڪلهه هيءَ پنهنجي ڳوٺ ۾ زمينداريءَ سان لاڳاپيل آهي ۽ سنڌ ملهه ايسوسيئيشن جو جنرل سيڪريٽري آهي.



**پنيو شاهه بادشاهه:** سلطان پنيو شاهه بادشاهه هڪ الله وارو بزرگ ٿي گذريو آهي، جنهن جي مزار شڪارپور ۾ واقع آهي. هينئر هن بزرگ جي نالي سان اهو محلو ئي پنيو شاهه محلو سڏجي ٿو. سلطان پنيو شاهه بادشاهه جي باري ۾ مشهور آهي ته هي بغداد جو سيد هو ۽ بغداد کان هتي آيل هو. سندس والد جي نالي جو پتو نٿو پوي ۽ نه ئي سندس جمڻ ۽ وفات جي تاريخ جي خبر پوي ٿي. شروع شروع ۾ هن مزار جو خدمتگار هڪ فقير هو. ان جي وفات کانپوءِ ان جو پٽ فقير شاهنواز سومرو مزار جي سار سنڀال لهي ٿو. سندس مزار سان لڳ چار قبرون آهن. جن مان هڪ فقير قادر بخش سومرو جي آهي ۽ هڪ قبر پريور شاهه نالي مست جي آهي، باقي ٻن قبرن جي باري ۾ پتو نٿو پوي.

**پولو واري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي سانگهڙ جي تعلقي چوٽيارين ۾ آهي. ڍنڍ پڪيٽ ۾ پنج ڪلوميٽر ڊگهي ۽ اڍ ڪلوميٽر ويڪري ٿيندي ۽ رنڙائو ڍنڍ کان 3 ڪلوميٽر اولهه طرف آهي. هن ڍنڍ جي اولهه ۾ هڪ اوچي پٽ آهي ۽ ان ٿي پٽ تان هن ڍنڍ جي خوبصورتي ۽ نه وسرندڙ منظر ڏسي سگهجي ٿو.

**پيلڪي ٻوليءَ جا لهجا:** ڀيل نسل وارا ماڻهو سنڌ ۽ سڄي هندستان ۾ پکڙيل آهن، جتي جتي به ڀيل رهن، انهيءَ علائقي جو ثقافتي ۽ سماجي اثر وٺڻ سان گڏ ٻوليءَ جو به اثر وٺن ٿا، تنهنڪري سندن ٻوليءَ ۾ مقامي لهجن ۽ لفظن جو گهڻو ميلاپ نظر اچي ٿو هي گهڻو ڪري اڻ پڙهيل آهن. ان لاءِ سندن ٻولي لکت ۾ ڪا نه آهي، صرف مذهبي ٽوٽا ڦيٽا، ڪن هنڌن تي مختلف هندستاني رسم الخطن ۾ ملن ٿا. ڀيلڪي ٻولي مختلف ثقافتن جي رنگا رنگي ۽ لوڪ گيتن توڙي ڪهاڻين جي صورت ۾ موجود آهي. جيڪڏهن اهو ڪنو ڪجي ته ڪيئي ڪتاب ٺهي سگهن ٿا. هن کي سر گريئرسن (Linguistic Survey of India-Indo-Aryan FimiliesIII-PP.5) ۾ دراوڙن ۽ منڊا لوڪن مان سڏيو آهي. هندستان جي (1997ع- 1994ع- 1907ع) آدمشماري واري رپورٽ مان سندن وسندين بابت خبر پوي ٿي، جتي جتي رهن ٿا، اتي پنهنجو الڳ لهجو ڳالهائين ٿا. سندن رهڻ جون ظاهر جايون ۽ لهجا هيٺ ڏجن ٿا: (1) سنڌ ۾ سنڌي ڀيلڪي، (2) ڪڇ ۾ اهيري لهجو (3) پنجاب ۽ راجپوتانا ۾ باٿوري لهجو، (4) چوٽا اڏيپور ۾ بيرل (Barel) لهجو، (5) پنچ محل ۽ ٿانا ۾ چراني (Charani) لهجو، (6) سورت ۽ نوساري ۾ چوڌري (Chaudhri) لهجو (7) ڪانديس ۾ ديهه والي لهجو (8) سورت ۽ ٿانا ۾ ڌوديا (Dhodia) لهجو (9) ٿاني ۽ جوهر ۾ دبلي لهجو، (10) سورت ۽ نوسار ۾ گمتي (Gamti) لهجو، (11) ماروا ڙ ۽ سروهي ۾ گريشيا لهجو (12) نواساري، سورت، سرگنا، ناسڪ ۽ ڪانديس ۾ ڪوڪاني لهجو، (13) ڪانديس ۾ ڪوٽلي لهجو (14) مروارا ۾ مواچي ۽ مگراڪي لهجو، (15) ناسڪ ۽ سرگنا ۾ نهاري يا بگلاني لهجو، (16) بيوا ڪنتا، پنچ محل ۽ سورت ۾ نائڪڙي (Naikdi) لهجو، (17) بلدانا ۾ پنچالي لهجو، (18) بيرار ۽ چندا ۾ پرڌي لهجو، (19) ڪانديس ۾ پاوري (Powri) لهجو، (20) نمار ۾ راناوت (Ranawat) لهجو، (21) ناواساري ۾ راني ڀيل لهجو، (22) ديوا ڪنتا ۾ رٿوي (Rathvi) لهجو، (23) مدناپور ۾ سيال گر (Siyalgir) لهجو، (24) جڏهن ته راجپوتانا، وچ هندستان ۽ بمبئي پريزيڊنسي ۾ واگڙي (Wagdi) لهجو وغيره ڳالهايا وڃن ٿا.

برصغير ۾ هيءَ ٻولي تمام وڏي علائقي ۾ ڳالهائي وڃي ٿي، اتر اوڀر طرف جيئن پوءِ ٿيئن راجستاني ٻولين جو اثر چٽو نظر اچي ٿو اولهه ڏکڻ ۾ هن تي مراٺي ٻوليءَ جو اثر آهي. خود مراٺي ٻولي جيڪا اڄ موجود آهي، ان جو اصل بنياد ڀيلڪي ٻولي تي آهي، اوڀر طرف هن تي ڪانديسي ٻوليءَ جو گهڻو اثر نظر اچي ٿو. اٿين ڪانديسي سرحد کان هلندي اتر ندي ناسڪ ۽ ڊنگ ۾ ڀيلڪي پنهنجو وجود خالص ڪانديسي ۾ وڃائي ويهي ٿي. انهن ڀيلڪي لهجن جو هڪ سلسلو نظر اچي ٿو. جيڪو راجستاني ٻولين کان هلي گجراتي ڪانديسي ۽ مراٺي ٻولين تي ختم ٿئي ٿو. هن ٻوليءَ تي هندستان اندر ڪن هنڌن تي ڪي ٻيا به لهجا اثر انداز ٿين ٿا، نه ته عام طور گجراتي ٻوليءَ جو هن تي گهڻو اثر رهي ٿو پونهار ۾ مراٺي جو اثر تمام گهرو ڏسبو اهڙو چٽو اثر ڪنهن ٻئي هنڌ شايد نه ڏسجي. ڀيلڪي جو بهترين لهجو ماهي ڪنٽا (Mahi Kanta) ۾ ڳالهايو وڃي ٿو ماهي ڪنٽا

جي اتر-اولهه ۾ ميواڙ جو پهاڙي علائقو آهي، جتان جي مکيه ٻولي پيلڪي آهي، پر لهجو ذري گهٽ اهڙو ئي آهي جهڙو ماهي ڪنٺا ۾ ڳالهايو وڃي ٿو. ان تي وري مارواڙي جو اثر نظر اچي ٿو. اترندي طرف راولي ۾ ڳالهائي ويندڙ لهجي کي گراشيا (Girasia) يا نير (Nyer) سڏين ٿا. ان کان مٿي وارن علائقن مارواڙ صوبي جي ڏکڻ طرف وڃبو ته ان لهجي کي مگري (Magri) چون ٿا، پر اصل ۾ اها ٺيٺ مارواڙي آهي. ماهي ڪنٺا طرف هڪ ٻيو لهجو به ڳالهايو وڃي ٿو. جنهن کي مالوي (Malvi) چئجي ٿو. ان جو لاڳاپو ماهي ڪنٺا جي اوڀر ۾، دنگارپور، بنسوار، پرتاب ڳڙهه، تلام ۽ ڌار (Dhar) ۾ ڳالهائجي ٿو. ماهي ڪنٺا خود به پيلي ٻوليءَ جو لهجو آهي، جيڪو هن ٻوليءَ کي نماري ۽ معياري گجراتيءَ سان ڳنڍي ٿو. اهڙي ئي نموني هڪ لهجو اهير به آهي، جيڪو ڪڇ ۾ ڳالهايو وڃي ٿو اهو لهجو هونئن ته گجراتيءَ سان واسطو رکي ٿو پر غور ڪرڻ سان ان جو لاڳاپو مرائي ٻوليءَ سان به نظر اچي ٿو. اهو لهجو چوٽا اڏيپور ۽ راجپيلا ۾ ڳالهايو وڃي ٿو. اهو لهجو پنج محلا جي هوريان مرائي ۽ ڪانديسي ٻولين وارن علائقن ڏانهن وڃي ٿو. ۽ اهو لهجو پنج محلا جي اڀرندي پاسي گهڻو رواج هيٺ آهي. اترندي پيلي لهجا گهڻو ڪري گجراتي ۽ راجستاني ٻولين جي اثر هيٺ آهن. هن پاسي پواري لهجو اتر ڪانديسي ۾ گهڻو رواج هيٺ آهي، جيڪو بيرل سان ملندڙ آهي ۽ ان جي ضلعن ۾ پيلي جا لهجا، راني، چوڌري، گمتي ۽ ڊونڊيا به ڳالهايا وڃن ٿا. راني لهجو پيلي کي ڀاڱري لهجي سان ملائي ٿو. راني لهجي ۾ ڪوڪاني ٻوليءَ جو اثر به آهي. سنڌ ۾ ڳالهائي ويندڙ ٻوليءَ تي سنڌيءَ جو اثر آهي. هتي واري لهجي کي سنڌي پيلڪي سڏجي ٿو. جيڪو گهڻو ڪري ٿر سميت سنڌ جي مختلف ضلعن بدين، ميرپورخاص، نوشهري فيروز وغيره ۾ ڳالهايو وڃي ٿو. انهن لهجن جي اهڙي رنگارنگيءَ سبب گهڻائي سوال اٿن ٿا، جڏهن ته هيءَ آريائي زبانن مان ناهي، پر لڳي ٿو ته هن ٻوليءَ جي ڳالهائيندڙن کي اڳتي هلي ڌاريون زبانون ڳالهائڻيون پئجي ويون آهن. چاڪاڻ ته ٻوليءَ جي جوڙجڪ ۾ اهڙا ڪوڙ عنصر يعني ان جي لهجن ۾ ڪيترائي اهڙا لفظ موجود ڏسڻ ۾ اچن ٿا، جيڪي اصل آريائي ٻولين جي بنياد مان نٿا لڳن. ڪي لفظ ته مرڳو منڊا ٻولين جي سٽ جا آهن، جيئن لفظ تهي (Tahi) جنهن جي معنيٰ ڳئون جو کير آهي، سو منداري جملو واضح ڪونهي ٻوليءَ ۾ بود (Bod) معنيٰ پنيان جيڪو لفظ اصل ۾ کيريا ٻوليءَ جو آهي. اهڙي نموني ٻيا به لفظ آهن، جن جو واسطو دراوڙي ٻولين سان آهي، اهي هن ٻوليءَ ۾ موجود آهن. ٿي لفظ تلپا (Talpa) معنيٰ مٿو تولي معنيٰ ڳئون ۽ الکو معنيٰ ڏڳو اهي ٺٺي دراوڙي ٻولين جا لفظ آهن. تلپا، تامل، تالي يا تولي منداري ۽ الکو ڪنڙ ٻولين جا لفظ آهن ته اهڙيءَ ريت چئي سگهجي ٿو ته ٻنهي خاندانن جي زبانن ۾ هڪبئي جا لفظ مروج آهن، خاص ڪري انهن خطن ۾ جتي ٻئي ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون. اهو به اندازو ٿئي ٿو ته اهي ٻئي ٻوليون ڪنهن حد تائين هڪ ٻئي سان ملي ويل آهن. جنهن جو وڏو سبب ڌارين جون ڪاهون آهن. جنهن ڪري ڌاريون ٻوليون ڳالهائڻ وارا هتي رهجي ويا پوءِ سندن ٻوليءَ مقامي ٻولي کي متاثر ڪيو ۽ مقامي ٻوليءَ سندن ٻوليءَ تي اثر ڪيو. جنهن ڪري ڪيترائي لهجا ٺهيا. اهڙي صورتحال جو اثر فقط ٻوليءَ جي لهجن تي ئي نه بلڪ ويا ڪرڻ تي به پيل ڏسجي ٿو. ان لاءِ پيلڪ ٻوليءَ ۾ غير آريائي لفظن واري ذخيري تي وڌي تحقيق جي ضرورت آهي. سنڌ ۾ هيءَ ٻولي هينئر به چڱي تعداد ۾ ڳالهائي وڃي ٿي.







صاحب خان ·سورھ· ميراڻي
Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# ت

**تاج تڪڙائي**: مشهور شاعر تاج تڪڙائيءَ جو پورو نالو محمد دائود ميمڻ آهي، هي تڪڙ جي نامور شاعر محمد خان غنيءَ جو پٽ، قاضي محمد دائود 'مؤمن' ۽ محمد هاشم 'مخلص' جو پوٽو ۽ حافظ حاجي حامد تڪڙائيءَ جو پڙ پوٽو آهي. اهي سڀ مٿيان شاعر تڪڙ جي ادبي تاريخ ۾ مٿانهون درجو رکن ٿا. محمد دائود 'تاج' تڪڙائي 10 سيپٽمبر 1938ع تي ڳوٺ تڪڙ (وسي ملوڪ شاهه) موجوده ضلعي ٽنڊي محمد خان ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم تڪڙ مان حاصل ڪيائين، 1956ع ۾ مئٽرڪ، 1961ع ۾ اديب سنڌي ۽ 1975ع ۾ بي اي جا امتحان پاس ڪيائين. تاج تڪڙائيءَ مئٽرڪ کان بعد ڪجهه وقت ذاتي ڌنڌو ڪيو. 1957ع ۾ ٿوري عرصي لاءِ سنڌي ادبي بورڊ جي تلڪ چاڙهيءَ واري بڪ اسٽال تي ڪم ڪيائين، ساڳئي سال ڪراچي سٽي ڪورٽ ۾ ڪلارڪ ٿيو، ٽن سالن کانپوءِ استعفيٰ ڏئي ذاتي ڪاروبار ۽ ڊاڪٽريءَ جي تعليم جي تمنا کڻي ڳوٺ آيو پر ڊاڪٽر ٿيڻ بدران بئراج کاتي ۾ ملازمت ڪيائين. جتان 33 سالن بعد رٽائرمينٽ ورتائين ۽ هن وقت هڪ خانگي ڪاروبار سان واڳيل آهي. تاج تڪڙائي موروثي شاعر آهي، علم ۽ ادب سان سندس خانداني واسطو آهي، هن 14 سالن جي ڄمار ۾ 1952ع ۾ پهريون شعر لکيو هي ابتدا ۾ تخلص 'دائود' ڪم آڻيندو هو پر والد محمد خان جي انتخاب سان اڄ تائين 'تاج' تخلص اختيار ڪندو اچي ٿو. تاج تڪڙائي علم عروض جي ڄاڻ جي حوالي سان نهايت پختو شاعر آهي، سندس 50 کان مٿي شاگرد آهن. جن مان گل تڪڙائي ۽ انعام تڪڙائي، جديد شاعريءَ ۾ سٺو نالو ڪڍيو آهي. سندس شاعريءَ جا ٻه مجموعا 'زندگي آهي سفر' (2001ع) ۽ 'طوفانن ۾ ٻيڙو ترندو' (2004ع) پڻ ڇپيل آهن. تاج تڪڙائي بزم ادب تڪڙ ۽ محمد خان 'غني ادبي تنظيم' جو سربراهه آهي ۽ ٻنهي تنظيمن پاران ڪيترائي ادبي پروگرام پڻ ڪرائي چڪو آهي. هن پنهنجي والد محمد خان 'غني' ۽ پڙ ڏاڏي حافظ حامد تڪڙائيءَ جو مڪمل ڪلام ترتيب ڏنو آهي، جيڪو محمد خان غني ادبي تنظيم پاران اشاعت هيٺ آهي.



**تاج محمد 'مشتاق'، مولوي**: مولوي تاج محمد 'مشتاق' راڄو خاناٽي ضلعي بدين ۾ پيدا ٿيو. بنيادي تعليم دهلي ۽ بمبئيءَ مان حاصل ڪيائين. ان بعد لاهور ۾ پڙهيو. ڪيس فارسي، سنسڪرت، اردو ۽ انگريزي زبانن تي دسترس حاصل هو. علم ادب سان گڏوگڏ ڪيس طب جي علم تي به مهارت حاصل هئي. هيءَ پنهنجي دؤر جو مشهور حڪيم ٿي گذريو آهي. راڄو خاناٽيءَ ۾ سندس دواخانو هوندو هو جتي غريبن جو علاج مفت ۾ ڪندو هو. جيستائين مريض صحتياب ٿئي، ايستائين سندس عيادت به ڪندو رهندو هو. هن راڄو خاناٽيءَ ۾ هڪ ننڍڙي پريس کولي، جنهن مان طب بابت ڪتاب شايع ڪرايائين. هن طبي مسئلن تي هڪ رسالو 'الشفا' جاري ڪيو، جيڪو سڄي سنڌ ۾ مقبول ٿيو. ان رسالي ۾ مختلف بيمارين جا سبب، علاج ۽ احتياط شامل هوندا هئا. پاڻ ڪيترن ئي طبي ڪتابن جو مصنف هو، جن ۾: 'الحميات'، 'شرح قانونچه' ۽ 'قرابارين مشتاقي' اهم آهن. لاهور ۾ مشهور حڪيم اجمل خان طرفان ڪوٺايل طبي ڪانفرنس ۾ ڪيس مهارت ۽ طبي خدمتن عيوض پهريون انعام ڏنو ويو. سندس مطب تي ادبي تقريبون به ٿينديون هيون، جنهن ۾ سنڌ جا وڏا وڏا عالم ۽ اديب وٽس ايندا هئا. سندس ذاتي لائبريريءَ ۾ مختلف چار هزار کان مٿي ڪتاب موجود هئا. مولوي تاج محمد مشتاق 1953ع ڌاري وفات ڪئي.

**تارا سنگهه جواهريءَ جي پڙي شڪارپور**: هيءَ پڙي شڪارپور جي ڏک بازار ۾ پاڪستان جي قيام کان اڳ پنهنجي اوڄ تي هوندي هئي. هن پڙيءَ ۾ بصري جا موتي، رنگون جا ياقوت، برازيل جو پنو، لنڪا جو پکراج، آفريڪا جا هيرا، اٽليءَ جي موگوي سميت جواهرات جي خريد و فروخت ٿيندي هئي. هيءَ پڙي چوسول کان سامهي شير جي ويندڙ رستي تي پنجاهه قدمن تي هوندي هئي. هن پڙيءَ جو مالڪ نند جويري هوندو هو. هن پڙيءَ تي شڪارپور جا تيجسوي وڻجارا، صراف، هُنڊي پاندي، جواهرات جا دلال، سفيد ويس پائي، مٿي تي پڳڙيون پائي پڙيءَ تي سودن لاءِ پيا چڪر ڪاٽيندا هئا پر پاڪستان جي قيام بعد پڙيءَ جو مالڪ نند جويري هندستان لڏي ويو. جنهنڪري هيءَ پڙي ختم ٿي وئي. اڄ به ان پڙيءَ جو دڪان چڱي حالت ۾ موجود آهي. نند جويري ڪتاب 'شڪارپور تاريخ ۽ تحقيق' ۾ لکي ٿو ته: 'جتي جواهرات جهڙا قيمتي سودا وڪامندا هئا، اڄ اتي اڃا ۽ ڳاڙها انگوڇا رکيل ڏسي ان وقت منهنجي اکين ۾ لڙڪ اچي ويا.'

**تاريخ اندلس (ڪتاب)**: هيءَ ڪتاب پروفيسر لطف الله 'بدوي' جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ ليکڪ اندلس جي سرزمين جي تاريخ بيان ڪئي آهي، جنهن ۾ اندلس تي مسلمانن جي هڪ هزار سال حڪومت، اتي جي مسلمانن سان پيش آيل عبرتناڪ واقعن ۽ مسلمانن جي حڪومت جي خاتمي جا سبب بيان ڪيا آهن. هيءَ ڪتاب رنگين ٽائيٽل سان 326 صفحن تي مشتمل آهي. جيڪو آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس پاران شاهي بازار حيدرآباد مان 1955ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو.

**تاريخ سنڌ ساگر (ڪتاب)**: سنڌ جي تاريخ جي موضوع تي هيءَ ڪتاب نالي واري محقق ۽ استاد حافظ عبدالستار ڪوريجي لکيو آهي. ڪتاب ۾ ڪل ٻارهن باب آهن ڪتاب جي شروعاتي بابن ۾ انسان جي




پيدائش، سنڌ ملڪ جو نالو، موجوده سنڌ، سنڌي ٻوليءَ لهجا، عربي دؤر شامل آهن. هن ڪتاب جي آخري باب ۾ اٺويهين ۽ ويهين صدي عيسوي ڌاري سنڌ جي حالت، سنڌ جا زميندار، سنڌي ٻوليءَ ڪان ڪناره ڪشي جهڙن موضوعن تي ۽ ٻيا مضمون شامل آهن. 506 صفحن تي مشتمل، ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 400 روپيا ڄاڻايل آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 2009ع ۾ روپاهي ڪوريجا پبليڪيشن ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪتاب ۾ ليکڪ جو تعارف ۽ مختلف ليکڪن جا رايا پڻ شامل آهن.




**تاريخي قطعات** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب سنڌ جي صوفي شاعر فقير عبدالقادر بيدلؒ جي فارسي زبان ۾ چيل قطع تاريخن جو مجموعو آهي، جنهن کي ميرزا فتح علي بيگ شاهد ترتيب ڏنو آهي. ڪتاب جو پهريون ڇاپو 2008ع ۾ بيدل يادگار ڪاميٽيءَ روهڙيءَ ڇپائي پڌرو ڪيو. ڊيمي سائيز ۾ ڇپيل 64 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 50 روپيا آهي.

**تذڪره اولياءَ** (ڪتاب): بزرگن اوليائن جي تذڪرن تي مشتمل هيءُ ڪتاب علي ڳڙهه بوڪ اسٽور، سکر طرفان ڇاپيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 148 صفحا آهن. جنهن جي قيمت چار روپيا آهي. ڪتاب جو ڇاپو پهريون، نذر پرنٽنگ پريس، لاهور مان ڇپجي پڌرو ٿيو آهي.

**ترڪ، محمد حسين**: اقتصادي ماهر ۽ ليکڪ محمد حسين ترڪ ولد محمد سليمان ترڪ 11 فيبروري 1916ع ۾ ڳوٺ گهڙي تعلقي گولاڙچي، ضلعي بدين ۾ ڄائو شروعاتي تعليم پنهنجي ڳوٺ جي تاريخي مدرسي مان حاصل ڪيائين، پوءِ ٽنڊي باگي



هاءِ اسڪول ۾ پڙهڻ لاءِ ويو اتان مئٽرڪ، جو امتحان پاس ڪرڻ ڪانپوءِ ڪراچي ويو ۽ "ڪراچي پورٽ ٽرسٽ" ۾ وڃي نوڪري ڪيائين. اتي ملازمت ۾ رهندي هن ڪاليج ۾ داخلا ورتي، بمبئي يونيورسٽيءَ مان بي .اي جو امتحان پاس ڪيو اڳتي هلي ايم. اي جو امتحان پاس ڪيائين، جنهن لاءِ "انڊسٽريل ڊولپمينٽ آف ڪراچي" عنوان تي مونو گراف لکيائين، جنهن ڪم ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ غلام مصطفيٰ شاهه به سندس معاونت ڪئي. جولاءِ 1947ع ۾ برصغير جي ورهاڱي کان ٿورو اڳ، ڪراچيءَ ۾ سنڌ يونيورسٽي قائم ٿي، جنهن جي پهرئين وائيس چانسلر اي. بي. اي حليم، محمد حسين ترڪ کي سنڌ يونيورسٽيءَ جو آفيس سپرنٽينڊنٽ مقرر ڪيو ڪجهه مهينن ڪانپوءِ 1948ع ۾ کيس ترقي ڏئي ڊپٽي رجسٽرار مقرر ڪيو ويو 1951ع ۾ جڏهن سنڌ يونيورسٽيءَ کي ڪراچي کان حيدرآباد منتقل ڪيو ويو تڏهن محمد حسين ترڪ کي ترقي ڏئي سينيئر ڊپٽي رجسٽرار مقرر ڪيو ويو. جنهن عهدي تي 1958ع تائين رهيو.

1958ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي پهرئين رجسٽرار آغا تاج محمد جي وفات ڪانپوءِ محمد حسين ترڪ کي رجسٽرار مقرر ڪيو ويو سنڌ يونيورسٽيءَ جي تاريخ ۾ هي ٻئي رجسٽرار ڪافي مشهور رهيا آهن. ترڪ محمد حسين هن عهدي تي 1969ع تائين رهيو سندس قابليت جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو ته علامه آءِ. آءِ. قاضي، سنڌ يونيورسٽي مان وڃڻ وقت وزيٽرس بوڪ ۾ لکيو هو ته: "محمد حسين ترڪ کي آءٌ وڏي عهدي تي ڏسڻ چاهيان ٿو." محمد حسين ترڪ رٽائرڊ ٿيڻ ڪانپوءِ ڪجهه عرصي تائين هڪ انشورنس ڪمپنيءَ ۾ ڪم ڪيو 1977ع ۾ جڏهن مهراڻ انجنيئرنگ يونيورسٽي ڄامشورو قائم ٿي ته کيس ايڪسپرٽ طور يونيورسٽيءَ جي قاعدن قانونن ناهڻ جو ڪم سونپيو ويو. جيڪو هن نهايت خوش اسلوبيءَ سان سرانجام ڏنو اهي قاعدا قانون اڳتي هلي يونيورسٽيءَ جي مقرر ڪيل سمورين ڪاميٽين طرفان پاس ڪيا ويا. ان ڪانپوءِ کيس ڊائريڪٽر پلاننگ اينڊ ڊولپمينٽ مقرر ڪيو ويو. محمد حسين ترڪ، 1984ع کان 1988ع تائين سنڌي ادبي بورڊ جو سيڪريٽري رهيو. هو علامه آءِ. آءِ. قاضي ميموريل سوسائٽيءَ جو تاحيات سيڪريٽري ۽ شاهه ولي الله اڪيڊميءَ جو تاحيات ميمبر به رهيو.

محمد حسين ترڪ نهايت قابل ۽ خدمت جو جذبو رکندڙ، هڏ ڏوکي انسان هو. هن سوين غريب ۽ ذهين شاگردن کي اسڪالر شپون ڏياريون ۽ هڙان وڙان سندن اخلاقي ۽ مالي مدد ڪندو رهيو. هن سنڌ ۾ تعليمي سڌاري لاءِ سنجيدگيءَ سان ڪوششون ڪيون. هالا ۽ دادو جي گورنمينٽ ڪاليجن واري رٿا، لاڙڪاڻي جي ڪامرس ڪاليج، ڪپري جي هاءِ اسڪول ۽ سکر جي اسلاميه ڪاليج لاءِ سرڪاري مالي امداد منظور ڪرائڻ ڪانسواءِ هن ذاتي خرچ تي پنهنجي ڳوٺ ۾ پرائمري ۽ مڊل اسڪول قائم ڪرايا ۽ انهن اسڪولن ۽ صحت مرڪز لاءِ پنهنجي زرعي زمين مفت ڏني. محمد حسين ترڪ هڪ لائق اقتصادي ماهر ۽ علم دوست شخص هو. هو علامه آءِ. آءِ. قاضي، ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ خان، ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي ۽ حاجي احمد ملاح جهڙن برک عالمن جي صحبت ۾ رهيو. هن اقتصاديات، زراعت ۽ سماجي موضوعن تي ڪيترا مضمون ۽ ڪتاب لکيا. ان ڪانسواءِ هن سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ جي نصابي ڪتابن جي سڌاري ۽ واڌاري ۾ به ڪافي حصو ورتو سندس وفات 8 جنوري 1992ع تي اڌ رنگ جي ڪري ٿي. محمد حسين ترڪ جي ڇپيل ڪتابن ۾: (1) اقتصاديات جا ابتدائي اصول (چار ڇاپا) (2) اقتصاديات جا اهم نُڪتا (چار ڇاپا) (3) پاڪستان جا اقتصادي مسئلا (چار ڇاپا) (4) حيدرآباد جي اقتصادي تاريخ (اردو ۽ انگريزيءَ ۾) (5) پاڪستان ۾ عوامي دور جا پهريان پنج سال (77-1971ع)، وغيره قابل ذڪر آهن.

**ترمورتي ڪلامندر، نرياد:** 1979ع ڌاري هن ناٽڪ منڊل جا باني ڪار ڪيمچند لکياڻي ۽ جڳديش لکياڻي هئا، جيڪي پاڻ خود هن منڊل جا مکيه ليکڪ ۽ هدايتڪار به هئا. هن منڊل: گهمنڊ، قرباني، لاٽري ۽ هند جو سپتر جهڙا مشهور ناٽڪ اسٽيج تي پيش ڪيا. هنن ڊرامن ۾ حصو وٺندڙ ڪلاڪار ڪشور ڪمار سچديو، لوڪچند واڌواڻي، ڪيمچند لکياڻي ۽ جڳديش لکياڻي هئا.

**تڙ:** اچڙي ٿرواري سکر گهوٽڪي واري علائقي ۾ جتي جتي ڪوهه آهن، انهن کي تڙ چيو ويندو آهي. اهي ڪوهه ڏاڍا اونها آهن. اروڙ کان جيسلمير ويندڙ رستي هڪڙا- سنگرار، مٽي وارو ڪوهه اروڙ وارو ڪوهه، منڙائو ۽ گهوٽهڙو مشهور تڙ آهن. ريٽي درياهه جي تري ۾ راڄهر جو تڙ اڄ به مشهور آهي.

**تصوف جي تاريخ (ڪتاب):** هيءَ ڪتاب مشهور عالم ۽ اديب پروفيسر يوسف سليم چشتيءَ جي مشهور تاليف 'تاريخ تصوف' جو ترجمو آهي، جيڪو عبدالجبار عبد ڪيو آهي. ڪتاب ۾ پبلشر جي نوٽ، سنڌيڪار جي




ٻن اکرن کانسواءِ يوسف سليم چشتيءَ جو مهاڳ به ڏنل آهي. ڪتاب کي ڇهن بابن ۾ ورهايو ويو آهي ۽ هر باب ۾ ڪيترا ئي فصل آهن. مجموعي طور هن ڪتاب ۾ تصوف جي مڪمل تاريخ پيش ڪيل آهي، جهڙوڪ: اپنشدن جي تعليم، هندو تصوف، يوناني تصوف، اسلامي تصوف جو ذڪر ۽ صوفي اڪابرن جي زندگيءَ جا احوال وغيره شامل آهن. هن ڪتاب جو ٻيهريون ڇاپو 2005ع ۾ 'سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي' طرفان ڇپيو رنگين ۽ پڪي جلد سان 471 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 250 روپيا آهي.

**تعليم الاسلام (ڪتاب):** هيءَ ڪتاب برصغير جي مشهور عالم حضرت مولانا مفتي ڪفايت الله دهلويءَ جو تصنيف ڪيل آهي، جنهن جو سنڌي ترجمو پروفيسر عبدالرحمٰن جتوئي ۽ ڊاڪٽر گلزار احمد سومري 'عبدوي' ڪيو آهي. هيءَ ڪتاب ڇئن حصن تي مشتمل آهي، جن ۾ سوالن ۽ جوابن ذريعي شرعي، ديني ۽ فقهي مسئلا سمجهايا ويا آهن. ڪتاب نهايت لاڀائتو آهي، جنهن جو ترجمو ڪيترين ئي ٻولين ۾ ٿيو آهي ۽ سنڌي ۾ به هن ڪتاب جا چار- پنج ترجما ٿيا آهن. هيءَ ترجمو معياري ۽ عام فهم آهي. 216 صفحن تي مشتمل، پلاسٽڪ ليمينيشن ڪور سان، رنگين ۽ پڪي جلد واري هن ڪتاب جي قيمت 35 روپيا آهي. جيڪو سال 2002ع ۾ 'منظور بوڪ اسٽور شڪارپور' طرفان ڇپجي پڌرو ٿيل آهي.

**تمدن عرب تفسير سورت سبا:** هيءَ رائل سائيز تي جديد رنگ ۾ هڪ ننڍو تفسير آهي، جو قرآن مجيد جي سورت سبا جو تفسير آهي، هن ۾ مولانا استاد عبيدالله سنڌيءَ جي 'قرآني افادات' کي گڏ ڪيو ويو آهي. ان جو مرتب غلام مصطفيٰ قاسمي هو هي تفسير پاڪستان کان اڳ ليٿوءَ ۾ ڇپيو

**تنهنجون ڳالهيون سڄڻ (فلم):** هيءَ فلم 1970ع ۾ رليز ٿي. سنڌي ٻوليءَ ۾ فلمايل هيءَ فلم پنهنجي وقت ۾ خاص مقبول ٿي. هن فلم جو هدايتڪار ۽ پروڊيوسر مولانا هيبي ۽ مولانا محمد حسين ٽالپر هئا، جڏهن ته موسيقي بلاول بيلجيم ترتيب ڏني. فلم ۾ منصور بلوچ، شمع، خورشيد، ڪنول، نذر، نجمه، شاهين اداڪاري ڪئي.

**تني نئن:** تعلقي قنبر ۾ واقع هيءَ نئن ديهه جاگير ۾ آهي. هيءَ نئن جڏهن جبل مان نڪري ٻاهر ميدان تي اچي ٿي ته خوبصورت نظر اچي ٿي. هن نئن اندر ڪڏو يا ڪوهي ڪوٽڻ سان ستن اٺن فوٽن تائين صاف شفاف ٿڌو پاڻي نڪري ٿو جنهن کي هتي جا مقامي ماڻهو 'سمڙو' چون ٿا، جو ته اهو پاڻي جر مان تيزيءَ سان سمي سمي گڏ ٿيندو آهي. اهو پاڻي ڪپي وجي ته 5 منٽن بعد وري اوترو ئي ٿيو پوي، ماڻهو ۽ مال هڪ ئي وقت هتان پاڻي پيئندا آهن. هن جي ذڪر ۾ "خاتون جي لڪي" آهي.

**توفيق الطالبين ترجمه ڪُنوز المعرفت (ڪتاب):** هي ڪتاب سيد محمد راشد روضي ڌڻي جي خليفي محمود فقير نظاماڻي جي ملفوظات 'ڪنوز المعرفت (فارسي)' جو سنڌي ترجمو آهي. جيئن ڪتاب جو نالو ئي ڪنوز المعرفت آهي. تيئن ڪتاب







جو هڪ هڪ نُڪتو معرفت جي کاڻ آهي. هن ڪتاب جو مرتب خليفو گل محمد هالائي آهي، جنهن کي سولي سنڌي ٻوليءَ ۾ مولوي حافظ نور محمد ۽ قاضي عبدالقدوس راڄڙ جي مالي سهڪار سان محموديه اڪيڊمي ڪرِيو گهنور شريف، تعلق گولاڙچي طرفان مير محمد نظاماڻي 1993ع ۾ شايع ڪرايو پڪي جلد، هڪ رنگي ٽائيٽل ۽ 261 صفحن جي هن ڪتاب جو مقدمو پڻ مير محمد نظاماڻي لکيو آهي، جنهن ۾ هن خليفي محمود نظاماڻيءَ جا مختصر حالات زندگي ڄاڻايا آهن. هن ڪتاب جي قيمت ڄاڻايل نه آهي.

**تيج اخبار جيڪب آباد:** هيءَ هفتيوار سنڌي اخبار 29-1928ع ڌاري رام چند بنسي رام جي ادارت هيٺ جيڪب آباد مان نڪرندي هئي. هيءَ اخبار فقط "هندو مهاسڀا" جي طرفداري ڪندي هئي، جنهن سبب هندن ۽ مسلمانن وچ ۾ اختلاف پڻ پيدا ٿيا. رام چند بنسي رام هن ئي نالي سان پرنٽنگ پريس پڻ قائم ڪئي. سندس وفات بعد هيءَ اخبار سندس ڀاءُ مولچند جي سنڀال هيٺ آئي، پر گهٽ تجربي هجڻ سبب اخبار گهڻو وقت هلي نه سگهي ۽ پنجن ڇهن سالن ۾ هيءَ اخبار بند ٿي وئي.

**تيجومل:** تيجومل ولد ورندرام پٽ ہدارام، چڪ شهر ضلعي شڪارپور ۾ 1865ع ڌاري ڄائو هن شروعاتي تعليم پنهنجي ڳوٺ جي هڪ پاٺ شالا مان سنڌي ۽ هنديءَ ۾ حاصل ڪئي. هن گهرائيءَ سان گيتا جو مطالعو ڪيو هو ڪيس گيتا جو چڱو حصو برزبان ياد هو ڌرمي تعليم پرايائين جنهن بعد دنيا جو ڪار وهنوار ڇڏي ڌرمي پرچار شروع ڪيائين. هيءَ سوامي گنگارام جو پيروڪار ۽ شش بڻيو، جنهن جي صحبت جي اثر سبب سندس دل جي دري کلي پيئي ۽ کيس گروءَ کان فيض مليو هن شعور وارين اکين سان جيڪو ڪجهه به ڏٺو تنهن کي سلوڪن ۽ ڀڄن جي صورت ڏنائين. شاعريءَ ۾ سوامي گنگارام ئي سندس استاد هو، جنهن جو مٿس گهرو اثر هو هن نهايت عمدا ڀڄن لکيا آهن. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي لکي ٿو ته:

”چڪ جو ويئل هو ۽ چڪ جي سوامي گنگارام صاحب جو شش هو، سندس والد جو نالو ورندرام هو، جو چڪ جي مکي ٻڌرام جو پٽ هو. ويجهڙائيءَ واري دؤر جو آهي. گنگارام ڪانسواءِ وسڻ رام ۽ ڪنور رام جي ساراهه ۾ پڃن چيا اٿس. ان ڪان سواءِ عشقيه ڪلام به چيو اٿس ۽ سماجي اوڻاين جو ذڪر به ڪيو اٿس. مثلاً: ڏيتي ليتيءَ جي رسم ڪي هن طرح ٿو نندي:

ڏيتي ليتي گهر گهاٽ وڃائي، جا وير وروڊ چڏي وڌائي

چو تئي پاڻ ڦاسايو، اها ڏيتي ليتي هٽايو.

جيئن تہ قيام پاڪستان وقت، هن جا پويان هندستان هليا ويا هئا، جنهن ڪري سندس وڌيڪ ڪلام ۽ زندگيءَ جو احوال نٿو ملي. ديوان تيجومل 85 ورهين جي ڄمار ۾ 1950ع ڌاري ديهانت ڪيو.



ٽ

**ٽانوي، محمد احمد، مولانا:** نامور عالم دين مولانا محمد احمد ٿانوي 1914ع ۾ جنم ورتو جڏهن هي ننڍو هو تہ سندس والد وفات ڪري ويو. جنهن ڪانپوءِ سندس تعليم ۽ تربيت وڏي ڀاءُ مولانا مفتي جميل احمد ٿانوي جي زير نگراني ۾ ٿي. ان ڪانپوءِ هن درسگاهہ مدرسہ مظاهر العلوم سهانپور جي استادن مولانا محمد زڪريا ۽ مولانا اشرف علي ٿانوي ڪان مشڪواة شريف جا ڪجهہ حصا پڙهي ۽ فارغ التحصيل ٿيو. هو پنهنجي استاد مولانا اشرف علي ٿانوي جي حڪم تي ڪانپور جي جامع العلوم ۾ درس و تدريس جي پيشي سان لاڳاپجي ويو. هن پاڪستان ٺهڻ کان اڳ ڪوهاٽ ۾ هڪ مدرسو قائم ڪيو. جتي اتان جا ماڻهو ديني تعليم حاصل ڪن ٿا. هو آڪٽوبر 1947ع ۾ پاڪستان اچي رهيو جتي هن سنڌ جي شهر سکر ۾ رهائش اختيار ڪئي ۽ اتي مولانا اشرف ٿانوي جي نالي سان مدرسہ اشرفيہ قائم ڪيائين. جنهن ۾ هن هڪ ڪتب خانو بہ قائم ڪيو هن تقريباً 25 سالن تائين سکر جي مرڪزي جامع مسجد ۾ خطابت جا فرائض انجام ڏنا. هن روهڙي ۾ بہ هڪ مدرسو قائم ڪيو. محمد احمد ٿانوي مارچ 1977ع ۾ وفات ڪئي.

**ٽڏي اس، ٽڪي چانو (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب ناماري شاعر منصور ملڪ جي شاعريءَ تي مشتمل آهي، جنهن ۾ وايون، گيت ۽ نظم شامل آهن. ڪتاب ۾ سيد روشن علي شاهہ، عبدالجبار ملڪ، فياض چنڊ ڪليري، امداد سولنگي، آسي زميني، تاجل بيوس جا تاثرات شامل آهن. 240 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 120 روپيا آهي، جنهن کي سليٽ اشاعتي پبليڪيشن، ٽنڊو قيصر 2002ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.




**ٽلهي واري مزار:** شاهپور چاڪر جو تاريخي قبرستان جنهن کي 'مير شهداد خان جا قبا' پڻ سڏيو وڃي ٿو اتي وڏي ٽلهي تي هڪ مزار واقع آهي. اهو ٽلهو سيد عبدالله شاهہ جي مزار جي اوپر ۾ ڇهہ-ست فوٽ اوچو آهي، ان ٽلهي تي پيلي پٿر جي هڪ وڏي مزار آهي، مزار تي چوطرف آيت الڪرسي نقش ٿيل آهي. ٽلهي جي چوڌاري قبو آهي. جنهن کي ٻارهن ٿنيا آهن. هن مزار تي ڪنهن بہ قسم جو ڪتبو وغيره نہ آهي.

**ٽنبي ٽوٽي:** هڪ قسم جو پسارڪو وکر جيڪو دوا طور ڪم اچي ٿو آلي ٿوم ۾ هڪ ڳنڍ ۽ ساوا پن ٿيندا آهن. سڪل ٿوم ۾ اها ڳنڍ ڀڄبي تہ جدا جدا داڻا ٿي بيهندا. فالج، معدي، ڪنگهہ، سنڌن جي سور وغيره لاءِ مفيد آهي. وچون ۽ نانگ جي زهر لاءِ ترياق جو ڪم ڏي ٿو سخت ڳوڙهن ۽ نڙيءَ جي ڦٽ لاءِ مفيد آهي؛ معدي جي ڪيڙن کي ماري ٿي؛ پراڻي تپ، مٿاني، ڦڦڙ، جگر ۽ سيني جي بيمارين ۾ فائدو ڏئي ٿي.

**ٿوري قوت قراريا (ڪتاب):** هي ڪتاب شاعر محمد هنگورجي (ملزم ٿري) جي شاعريءَ تي مشتمل آهي. هن ڪتاب ۾ شامل سموري شاعري ٿر بابت آهي، جيڪا پڙهڻ سان ٿر جو فطري حسن جاڻڻ ۾ مدد ملي ٿي. بيتن تي مشتمل هن شاعريءَ ۾ ٿر جي ريتن، رسمن ۽ اتان جي ماروئڙن، انهن جي ڏکن سورن ۽ تڪليفن وغيره جو ذڪر سمايل آهي. هن ڪتاب ۾ موجود شاعريءَ بابت ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، محمد ابراهيم جويي، نور احمد جنجهي، ناشاد رحم علي جا رايا شامل آهن. ڪتاب جي بئڪ ٽائيٽل تي شاعر جي تصوير سان گڏ محمد ابراهيم جويي، پروفيسر نور احمد جنجهي ۽ ناشاد رحم علي جون سٽون ڏنل آهن. 160 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب پريت پبليڪيشن حيدرآباد پاران ڇپائي پڌرو ڪيو ويو جنهن جي قيمت 150 روپيا آهي.






# ٽ

**ٽاڊ، جيمس**: برطانوي حڪومت جو سياسي نمائندو، مؤرخ، نقشا ساز ۽ پراڻن سڪن تي تحقيق ڪندڙ هن ماهر جو جنم 20 مارچ 1782ع تي لنڊن جي شهر اسلگٽن (Islington) ۾ جيمس ٽاڊ اول ۽ ميري هيٽلي جي گهر ۾ ٿيو. هن پنهنجي ابتدائي تعليم اسڪاٽ لينڊ مان حاصل ڪرڻ بعد ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ ۾ ملٽري آفيسر طور ڀرتي ٿيو ۽ 1799ع ڌاري بنگال آرمي ۾ بطور شاگرد سکيا وٺڻ لاءِ هندوستان ويو. سنڌس پيءُ برطانوي ايسٽ انڊيا ڪمپني جو ملازم نه هو، بلڪ هندوستان ۾ سنڌس پاءُ جان (John) مرزاپور ۾ نير (Indigo) 1800ع ۾ ڪيس ليفٽيننٽ جي عهدي تي فائز ڪيو ويو. 1805ع ۾ سنڌس مقرري رائل ڪورٽ ۾ ٿي جڏهن ته 1813ع ۾ ڪيس حفاظتي دستي (Escort) جو ڪيپٽن ۽ ڪمانڊر جي عهدي تي فائز ڪيو ويو. هندوستان ۾ رهندي هن وچ هندوستان جي ارضياتي زمين جو وسيع ۽ گهرو مطالعو ڪندي مقامي جاگرافي جي خصوصيتن ۽ تفصيل تي آڌاريل نقشو تيار ڪيو، جيڪو هن 1815ع ۾ ان وقت جي گورنر- جنرل آڏو پيش ڪيو. ان نقشي جو هڪ فائدو برطانوي سرڪار کي اهو ٿيو جو انگريز- مرهٽا جنگ دؤران علائقن جي حدن جي ڄاڻ هجڻ ڪري انگريز فوج کي حملي ڪرڻ ۾ آساني پيدا ٿي. 1817ع کان 1818ع تائين جاري رهندڙ ان ٽئين جنگ ۾ ٽاڊ خفيه اداري (Intelligence Department) ۾ سپرنٽينڊنٽ طور ڪم ڪيو ان ڏس ۾ مقامي علائقن ۽ ماڻهن متعلق سنڌس معلومات ڪارگر ثابت ٿي.



جنگ ڪانپوءِ 1818ع ۾ ڪيس، راجپوتانه جي ڪيترين ئي رياستن جو سياسي ڪارڪن مقرر ڪيو ويو جتي هن ايسٽ انڊيا ڪمپني پاران راجپوتن جي اصولن مطابق دوستاڻا تعلقات قائم ڪري اڻ سڌي طور سڄي علائقي تي پنهنجي حڪومت قائم ڪئي. سنڌس مقبوليت، سياسي سمجهه ۽ لياقت کي ڏسندي جلد ئي برطانوي سرڪار پاران سنڌس ذميوارين ۾ اضافو ڪندي هندوستان جي ٻين مختلف علائقن ميوار، ڪوٽا، سروهي ۽ بندي جا انتظامي معاملا ٽاڊ جي حوالي ڪيا ويا. ان ڪانسواءِ 1812ع ۾ مارواڙ ۽ جيسلمير جي علائقن جي ذميواري پڻ ٽاڊ جي حوالي ٿي. اهي علائقا ان وقت انتظامي حوالي سان ڪمزور سمجهيا ويندا هئا ۽ اُترئين پاسي کان خيبر پاس (Khyber Pass) وسيلي روس جي حملي ڪرڻ جو هر وقت خطرو هوندو هو. هن وچ هندوستان جي نه صرف مشهور علائقن ميواڙ، اُديپور ۽ راجپوتانه (موجوده راجستان) جي ارضياتي نقشن جو ڪم مڪمل ڪيو بلڪ انهن جي سياسي، سماجي ۽ اقتصادي ڪاروهنوار جي حوالي سان پڻ روشني وڌي. ان سلسلي ۾ هن وليم ڪروڪ (William Crooke) جي گڏيل سهڪار سان (Annals and Anquities of Rajasthan) ٽن جلدن تي مشتمل ڪتاب شايع ڪرايو، جيڪو پنهنجي نوعيت جو بنيادي ۽ تاريخي حيثيت رکندڙ ڪتاب آهي.

**آڪسفورڊ ڊڪشنري موجب**: جيمس ٽاڊ هڪ ڪامياب ملٽري آفيسر ۽ سياسي، سماجي بصيرت رکندڙ ڪارڪن هو. هن پنهنجي نوڪري دؤران 300 ڪان وڌيڪ ٽري علائقن ۽ ڳوٺن ۾ امن ۽ امان جي صورتحال کي برقرار رکندي تجارتي، سياسي ۽ سماجي هم آهنگي کي هٿي وٺرائڻ ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو. هن پنهنجي قابليت سان اُڏيپور جي مها راجائن/راڻن ۽ فوجي سربراهن وچ ۾ ڪيترائي ڪامياب معاهدا طئي ڪيا. هيءَ فروري 1823ع ڌاري ملٽري مان رٽائر ٿيو ۽ هندوستان ڇڏي انگلستان ڏانهن روانو ٿيو، جتي هن 1826ع ۾ جوليا ڪلٽربڪ (Julia Clutterbuck) سان شادي ڪئي جنهن مان ڪيس گرانٽ هيٽلي (Grant Heatly)، ٽاڊ هيٽلي (Tod Heatly)، ايڊورڊ ايڇ. ايم. ٽاڊ (Edward H.M.Tod) ۽ ميري آگسٽا ٽاڊ (Mary Augusta Tod) چئن ٻارن جو اولاد ٿيو. ڪجهه وقت علاج سبب انگلستان کان ٻاهر اٽلي، برڊهسٽ (Birdhust) ۽ ڪرائڊن (Croydon) ۾ رهيو جتان وري انگلستان (England) موٽي آيو. هن 18 نومبر 1835ع تي، 53 سالن جي ڄمار ۾ لنڊن ۾ وفات ڪئي.

پاڻ ڪيترين سوسائٽين ۽ ادارن جو ميمبر رهيو جن ۾:

(1) پيرس ۾ قائم ايشيائڪ سوسائٽي جو ميمبر.

(2) فرانس جي ايڪول فرانڪائز جي مشاورتي بورڊ جو ميمبر

(3) فرانس جي قديم آثارن جي تحقيقي ۽ مشاورتي بورڊ جو سربراهه.

(4) 1997ع ۾ فرانس جي اڪيڊمي Academic des inscription et Belles— Letters. ۾ چونڊيل ميمبر طور مقرر ڪيو ويو هو.

ڪيس ڪيترائي اوارڊ مليا جن مان:

(1) 1987ع ۾ پاڪستاني سرڪار پاران ستاره پاڪستان تمغو.

(2) 1996ع ڌاري فرانس سرڪار پاران ميرٽ تي خاص اعزاز.

(3) 2001ع ۾ فرانس حڪومت طرفان (Officier De La Legion) جو اعزاز.

**ٽالپر، حاجي محمد بخش**: سنڌ جو نامور سياسي، سماجي ڪارڪن، محقق، تاريخدان ۽ اديب حاجي محمد بخش ٽالپر، 'شير سنڌ' مير شير محمد خان ٽالپر جي پوٽي مير عبدالله جو ٻيو نمبر فرزند هو. سنڌس تعلق ميرپورخاص سان هو. هن سياسي زندگيءَ جي شروعات 1942ع ۾ ڪئي، شروع ۾ 'ينگ بلوچ' پارٽيءَ جو سيڪريٽري رهيو. ان ڪانپوءِ حر تحريڪ، خلافت تحريڪ ۽ خاڪسار تحريڪ سان ڪم ڪيائين. هيءَ 1944ع ۾ ضلعي ايجوڪيشن ڪميٽيءَ جو ميمبر، 1955ع ۾ ضلعي ڪائونسل جو ميمبر، 1956ع ۾ ضلعي ڪائونسل ٿرپارڪر جو صدر ۽ ان ئي

سال ساڳئي ٽڪ تان اولهه پاڪستان اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو 1962ع ۾ ٿرپارڪر مان اليڪشن کٽيائين. هن سياست ۾ رهي پنهنجي علائقي جي عوام جي مختلف مسئلن کي حل ڪيو. اسيمبليءَ ۾ مسئلن بابت گهڻو بحث ڪرڻ تي کيس "ڪنگ آف ڪُئسچنز" جي لقب سان سڏيو ويندو هو. هن ننگرپارڪر ۾ هاءِ اسڪول، ڪيترائي پرائمري اسڪول ۽ پرپاسي جي ڳوٺن ۾ کوهه ۽ تلاءُ ٺهرايا. هن سياست ۾ رهي ننگرپارڪر ۾ جهالت دور ڪرڻ لاءِ تعليم جو قانون منظور ڪرايو. ايوب خان جي دور حڪومت ۾ جڏهن هڪ آرڊر ذريعي ٻڪرين پالڻ تي بندش جو اعلان ٿيو ته هن اسيمبلي ۾ ان جي سخت مخالفت ڪري اهو آرڊر واپس ڪرايو. ان کان پوءِ هن ٽي ڏينهن بک هڙتال ڪري ٿر جي باراني زمين جي ڍل 25 روپيا في ايڪڙ مان گهٽ ڪرائي 15 روپيا في ايڪڙ ڪرائي. ضلعي ڪائونسل جي چيئرمين هجڻ دوران ون يونٽ ٽوڙائڻ لاءِ ضلعي ڪائونسل مان گڏيل قرارداد پاس ڪرايائين. هن سنڌ ۽ پنجاب جي آثار قديمه ۽ تاريخي ماڳن مڪانن تي ڪيترائي تحقيقي مضمون ۽ مقالا به لکيا. شعر و شاعري ۾ اصلاح مولانا غلام محمد گراميءَ کان وٺندو هو. هن 'تاريخ اميرانِ ميرپور خاص' ڪتاب به لکيو. حاجي محمد بخش ٽالپر ثقافتي سرگرمين لاءِ به ڪو شان رهندو هو. مارئيءَ جو ميلو به لڳرائيندو هو. هن 29 مئي 1985ع تي وفات ڪئي.

**ٽالپر، ڪرم:** نامياري شاعر ڪرم ٽالپر جو اصل نالو قادر بخش ولد عنايت علي ٽالپر آهي. هن 21 ڊسمبر 1940ع تي ڳوٺ وڏا ٽالپر ضلعي خيرپور ميرس ۾ جنم ورتو. ڪرم ٽالپر 1952ع ۾ سنڌي فائنل جو امتحان پاس ڪري طب جو ڪورس مڪمل ڪيو ۽ پوءِ حڪمت جو پيشو اختيار ڪيو. 1965ع ۾ پاڪ فوج ۾ شامل ٿيو. 1971ع واري جنگ دؤران هي ڪشمير محاذ تي مقرر هو. فوج مان 1990ع ۾ جونيئر آفيسر جي عهدي تان رٽائر ٿيو ۽ پنهنجي ڳوٺ ۾ 'صوفي دواخانو' قائم ڪري حڪمت شروع ڪيائين. ڪرم ٽالپر ستن زبانن، سنڌي، سرائيڪي، هندي، اردو، فارسي، پنجابي ۽ انگريزيءَ ۾ شاعري ڪئي آهي. سنڌي ادبي سنگت جو سيڪريٽري ۽ سماجي تنظيمن جو رڪن به رهيو آهي. صوفي جلال فقير ۽ صوفي علي محمد فقير ٽالپر جي خاندان سان نسبت رکي ٿو. سندن خاندان ستن پيڙهين کان صوفي تحريڪ جي سلسلي ۾ جهوڪ واري بزرگن سان لاڳاپيل رهيو آهي. سندس ٻه شعري مجموعا 'وڇوڙين وايون' (1986ع) ۽ 'دل ديان دانهين' (1994ع) ڇپيل آهن. ان ڪانسواءِ ڏهه ڪن ڪتاب نثر ۽ نظم ۾ ڇپائيءَ جا منتظر اٿس. سندس لکڻيون اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپجنديون رهن ٿيون. ريڊيو پاڪستان خيرپور تي ڪيترن ئي فنڪارن سندس ڪلام ڳايو آهي. هن ريڊيو جي مختلف پروگرامن جا اسڪرپٽ لکيا آهن. کيس ريڊيو پاڪستان خيرپور طرفان بهترين ليکڪ جو سرٽيفڪيٽ پڻ مليل آهي. ان ڪانسواءِ هن کي مختلف علمي ادبي تنظيمن طرفان بهترين شاعر ۽ نثر نويس جا سرٽيفڪيٽ ۽ شيلڊون مليل آهن. سندس شاعري ڪيترن ئي فنڪارن ڳائي مشهوري ماڻي.

**ٽانڪي/آتشڪ** (Syphilis): وچڙندڙ جنسي بيماريءَ جو هڪ قسم جنهن سان پوري جسم تي ڦلوڪڙن نما ڦٽ ٿي پوندا آهن ۽ انهن ڦٽن ۾ گند پرجي ويندو آهي. هن بيماريءَ کي انگريزيءَ ۾ (Hardchaner) يا (Syphilis) چون. طب ۾ ان جو نالو آتشڪ باد فرنگ يا آباد فرنگ آهي. محقق طبيبن جو چوڻ آهي ته 1943ع کان اڳ ۾ هيءَ بيماري يورپ ۾ نه هئي، جڏهن ڪولمبس سياح آمريڪا کي ڳولي لهڻ کانپوءِ واپس ٿيو ته جهاز جي ملاحن کي هيءَ بيماري وڪوڙي وئي هئي. انهن ملاحن



ذريعي هيءَ بيماري يورپ ۾ پکڙجي وئي پوءِ اتان وري مصر، ان کانپوءِ ايشيا جي ملڪن ترڪي، ايران، هندستان ۾ پکڙجي وئي، جنهن ڪري ڪتابن ۾ هن بيماريءَ جو نالو آباد فرنگ يا باد فرنگ لکيو ويو آهي. هن مرض جا هيٺيان مکيه سبب آهن.

**مرض جا سبب:** هيءَ بيماري هڪ وچڙندڙ جراثيم Treponema Pallidum ذريعي پوري جسم ۽ پوءِ هڪ هنڌ کان ٻي هنڌ تائين پهچي مختلف هنڌن تائين پکڙجي ٿي. هي جراثيم غير محفوظ جنسي عمل ذريعي به هڪ انسان کان ٻئي تائين پهچي ٿو. ننڍن ٻارن کي اڪثر ڪري دائيءَ کان به هيءَ بيماري وچڙي ٿي. هن بيماريءَ جا ٻه قسم آتشڪ مکو ۽ ٻيو آتشڪ موروثي به آهن.

**مرض جون نشانيون:** هن مرض جي نشانين جا ٽي درجا آهن.

**درجو پهريون:** آتشڪ جو جراثيم لڳڻ کانپوءِ ڪجهه وقت اندر انهي جاءِ تي ڳاڙهي ڦرڙي ٿي پوندي آهي، جنهن جي پاڙ سخت ٿيندي آهي. آهستي آهستي وڏي ٿي پوءِ ڦاٽي پوندي آهي، ان کانپوءِ زخم ٿي پوندو آهي.

**درجو ٻيو:** هن ۾ مريض بي چين ۽ ڪمزور ٿي پوندو آهي، جسم تي گلابي رنگ جا داڳا نڪري پوندا آهن. جسم جا غدود سڄي پوندا آهن. جسم ۾ سور وڌي ويندو آهي، سور جي شدت رات جو گهڻي وڌي ويندي آهي. ان دوران بخار به ٿي پوندو آهي، ٻن ٽن مهينن کان پوءِ ڳاڙها داڳا ختم ٿي ويندا آهن. انهن جاين تي ڪارا داڳا ٿي پوندا آهن. چپ، وات، زبان ۾ آتشڪي زخم ٿي پوندا آهن. مرض شدت اختيار ڪندو آهي ته پرون، پنبڙين ۽ مٿي جا وار به ڇڻي ويندا آهن. ان ڪانسواءِ سَنڌ به سڄي پوندا آهن. هن بيماريءَ دوران اکيون ۽ ڪن به متاثر ٿيندا آهن. رت جي ڪوٽ ٿي پوندي آهي.

**درجو ٽيون:** هن درجي ۾ ٻئي درجي جي نشانين کانپوءِ مهينن يا سالن بعد هي درجو شروع ٿئي ٿو مختلف عضون جن ۾ ڪل، زبان، نڙي، دماغ، دل، جگر، ڦڦڙ، هڏين ۾ ڳوڙهيون پيدا ٿي پون ٿيون. اڪثر ڪري انهن عضون ۾ رات جو سور ٿئي ٿو نڪ جي چوٽي ويهي وڃي ٿي يعني ڳري وڃي ٿي ۽ مريض ڪمزور ٿي وڃي ٿو.

**ٽانوري، محمد عثمان:** مشهور ليکڪ ۽ صحافي محمد عثمان ٽانوريءَ 1948ع ڌاري ڳوٺ حاجي داد محمد ٽانوري، تعلقي ڪنڊڪوٽ ۾ جنم ورتو. شروعاتي تعليم ڳوٺ جي اسڪول مان، وڌيڪ تعليم ٽنگوانڻي ۽ ڪنڊڪوٽ جي اسڪولن مان حاصل ڪيائين. ننڍپڻ کان صحافت ۽ ادب ڏانهن لاڙو ٿيس. 1965ع کان روزاني "الوحيد" جي نمائندي طور ڪراچيءَ



۾ صحافت جو آغاز ڪيائين. بيباڪيءَ سان سنڌ جي مسئلن تي لکندو رهيو. 1968ع ۾ هفتيوار 'صفدر' ڪنڌڪوٽ جو ايڊيٽر ٿيو. 1971ع ۾ سنڌي ٻوليءَ واري تحريڪ دوران جيل ۾ به رهيو. محمد عثمان ٽانوريءَ 1985ع ۾ 'سنڌ سدا بهار' نالي رسالو جاري ڪيو. جنهن دوران خاص شمارا 'ٽنگواڻي' نمبر، 'مهراڻ' نمبر ۽ 'پريت پراڻي ريت نرالي' جاري ڪيائين. هن 1988ع ۾ هفتيوار اخبار 'شهمير' جاري ڪئي. جنهن ۾ ڪنڌڪوٽ ۽ آسپاس جي مسئلن کي اجاگر ڪيائين. هو روزاني 'امن'، 'انتخاب'، اخبار ۽ ايجنسي 'اين اين آءِ' ۽ 'پي پي آءِ' جو عيوضي به رهيو. 1995ع ۾ هن روزاني 'قيادت' ۽ روزاني 'پاڪ نيوز' جي چيف ايڊيٽر جي حيثيت سان ڪم ڪيو. هن روزاني 'فرياد سنڌ' ۽ هفتيوار 'الڪ' جي ڊڪليئريشن وٺي ٻئي اخبارون جاري ڪيون. محمد عثمان ٽانوري ڪنڌڪوٽ ۾ رهائش پذير آهي.

**ٺٽ جو مدرسو**: هي مدرسو تعلقي سيوهڻ ۾ ٽلٽي ۽ ڀان سعيد آباد جي وچ ۾ هوندو هو. جتي هن وقت ساڳي نالي سان هڪ ننڍو ڳوٺ آباد آهي. ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي دؤر ۾ ٺٽ علم عرفان جو مرڪز هو. هتي هڪ قبرستان آهي، جيڪو ٺٽ جي قبرستان جي نالي سڏجي ٿو. جنهن ۾ ڪيترائي قبا آهن. جيڪي ڪلهوڙن ۽ ميرن جي دؤر جي برک عالمن جا آهن. انهن عالمن مان مولوي ميان محمد ۽ ميان الهه بچايو پنهنجي دؤر جا جيد عالم هئا. ميرن ۽ ڪلهوڙن جي دؤر ۾ انهيءَ مدرسي جي سنڌ ۾ تمام وڏي هاڪ هئي، هتي قرآن مجيد، عربي ۽ فارسي جي تعليم ڏني ويندي هئي. ميرن جي آخري دؤر ۾ هيءَ مدرسو ويران ٿي ويو.

**ٽرپوري لڪ**: ڏکڻ ڪيرٿر جي ڇيڙيءَ وٽ، ٻہ جبل جون قطارون شروع ٿين ٿيون. ٻہ جبل مان لنگهي سرونا ماڙيءَ ۾ داخل ٿيڻو پوي ٿو. سرونا ماڙي، سمنڊ جي سطح کان فقط هڪ هزار فوٽ اوچي آهي. ان جي اولهہ ۾ کڏي جبلن جي قطار آهي. هن جبلن جي قطار ۾ هڪ تمام سولو ۽ سهنجو لڪ آهي، جنهن جو نالو 'ٽرپوري لڪ' آهي. هن لڪ کي 'حب ماڙي جو دروازو' به سڏيو وڃي ٿو.

**ٽلي راند**: هي هڪ ٻاراڻي راند آهي، جيڪا ٽيم جي صورت ۾ بہ کيڏي سگهجي ٿي. هن راند ۾ ٻهرين هڪ گِل کڏبي آهي ۽ اڪرپوري يا سڪي دريا وسيلي ٻهرين گِل جو ٽڪ کيو ويندو آهي پوءِ جنهن ٻار جي آڱ گِل هٽڻ جو ٽڪ ٿيل هوندو آهي، اهو ٻهريان گِل هٽندو. جي ڪنهن رانديگر ڏکي جهٽي تہ رانديگر ڪاتو ورنہ ڏکر گِل تي رکندو ۽ پاڻ ڀري تي بيهندو. هڪ ڇوڪرو ڏکي گِل ڏکر ڏانهن اهڙي نموني اچلائيندو تہ جيئن ڏکر کي لڳي، جي لڳي تہ آڱ ونڊڙ رانديگر ڪاتو ورنہ ڏکي جتي پئي تہ آڱ ونڊڙ رانديگر ڏکر سان ڏکيءَ کي هڪ پاسي کان ڇهنب تي ڏڪ هڻندو. جنهن سان ڏکي ٽيڙ يا اڇل کائيندي ۽ رانديگر ان ڏکيءَ کي زمين تي ڪرڻ کان اڳ هيو ڏڪ زور سان هڻندو، پوءِ جتي ڏکي ڪري، وري اتان ساڳئي نموني هيو ڏڪ هڻندو ۽ اهڙي طرح هن کي ٽي ڏڪ هڻڻا هوندا آهن. اگر ڪو ڏڪ گسو تہ اهو بہ ڳڻبو جي ڏکي ڪنهن ڏاڱ يا گپ ۾ ڪري تہ اتان ڪڍي ڏاڪ زمين تي رکبي، پر ان جو هڪ ڏڪ ڪٽبو ۽ جيڪڏهن ڪو بہ ڏڪ نہ هڻي سگهيو تہ ڪاتو ۽ جي ٽن مان ٽئي ڏڪ لڳن يا بہ لڳن اگر هڪ لڳو تہ آڱ ونڊڙ رانديگر چوندو ٿوبو. يعني ڏکي گِل کان ڏهن ڏکرن جي مفاصلي تي آهي، جي آڱ ڏيندڙ رانديگر متفق ٿيا تہ ٺيڪ. ورنہ چوندا تہ ٿوبو، يعني ڏکر سان ڳڻپ ۽ ماپ ٿيندي ۽ پوءِ جيترا ٿين اهي ڳڻپ ڪبا، پوءِ ڏکر گِل ۾ اچلائي هڻندو، جي لڳو تہ آڱ ونڌو، يعني ڪاتو. ورنہ ٻيهر ساڳي نموني ٽي پيرا هلندو. هن راند ۾ 'جيءَ' هڪ سئو کان پنج سئو ڏکرن تائين جو ٿيندو آهي، پوءِ ڇوڪرا جيترا ڏکر مقرر ڪن. اگر ڪنهن رانديگر 'جيءَ' ٺاهي ورتو تہ پٽ ڪندو. يعني هڪ پيرو ڪاپجڻ بعد ٻيهر هلندو يا ڪنهن پنهنجي رانديگر کي ڏيندو يا ڪنهن ٻاهرئين کي ڏئي سگهي ٿو.

**ٽہ چوٽي**: ڪيرٿر جبل جي هڪ چوٽيءَ جو نالو ممتل چوٽيءَ کان هيٺ ڪجهہ مفاصلي تي واقع چوٽيءَ کي 'ٽہ چوٽي' سڏيو وڃي ٿو ان جڳهہ تي هميشہ ڪي نہ ڪي لڏا ۽ پڙاءُ ضرور ملندا. هن چوٽيءَ تي هڪ وڏو قبرستان آهي.

**ٽي قيدي** (فلم): شاهين فلم پاران جاري ٿيل هيءَ سنڌي فلم 1989ع ۾ عيدالفطر جي موقعي تي رليز ٿي. هن فلم جو هدايتڪار بابر سلطان، پروڊيوسر اي. ايچ صديقي ۽ موسيقار فيروز گل هئا. هن فلم ۾ بابر سلطان، ثمينہ مير، محمود پريمي، رينا، رشيد ناز، ريحانہ ممتاز، عبدالله جان ۽ محمود لاسيءَ اداڪاري ڪئي. هيءَ فلم رائل سئنيما لاڙڪاڻي، ريڪس سئنيما ٽنڊي محمد خان، دلشاد سئنيما ڪنڌڪوٽ، امداد سئنيما نيو سعيد آباد، فردوس سئنيما ميرپورخاص، دلشاد سئنيما نوابشاهہ، راڪسي سئنيما ڪراچي ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.



# ٺ

**ٺڪرائو مبارڪپور:** مبارڪپور تعلقي پني عاقل جي اوپر ۾ واريا سي علائقي ۾ آخري يونين ڪائونسل ۽ ٺپو آهي. هي مير مبارڪ خان جي نالي تي ٻڌل آهي، هتان جو ٺاٺو تمام پراڻو آهي، ان جي عمارت تي 1848ع جي تختي لڳل آهي. هتي اٽڪل 800 گهر آهن ۽ سوين دڪانن تي وڏي بازار آهي. هتان جي اڪثرابادي مهتم ذات وارن جي آهي. مبارڪپور پرسان پراڻي منزل گاهه جا نشان به ملن ٿا. هي مشهور راوڙو سڙڪ تي اهم شهر هو. هن جي پرسان راڄن شاهه جو مشهور قبرستان آهي، جتي هر سومر رات صوفياڻو راڳ ٿيندو آهي. مبارڪپور يونين ڪائونسل جو وڏي ۾ وڏو ڳوٺ ٺڪرائو آهي، جنهن ۾ اٽڪل 1500 کن گهر آهن، هتي وڏيون وڏيون بازارون آهن. جڏهن ته ٽي پيٽرول پمپ به آهن. ٺڪرائي بابت هينري ڪزنس، ڪتاب 'سنڌ جا قديم آثار' (1890ع) ۾ لکي ٿو ته، موجوده ٺڪرائو ڪنهن مستقل ڇانوڻيءَ جي هجڻ جو ٻڌائي ٿو هي ماٿيلي ڪان منزل اڳ ڍنڍ مرهاري واهڙ تي هو جتي محمد بن قاسم منزل انداز ٿيو هو جنهن جو بلاذري اشارو ڏنو آهي. هي محمد بن قاسم جي فوجي ڪئمپ هئي. ٺڪرائي جي پرسان مائي ستيءَ جو قبرستان آهي، جتي صرف عورتون دفن ٿيل آهن. مائي ستيءَ تي پراڻو قبو پڻ ٺهيل آهي، جتي صرف عورتون ئي وڃن ٿيون.



# ث

**ثمينہ گل** (گائيڪا): ناليواري فنڪارن ثمينہ گل جو جنم 1972ع ڌاري لاڙڪاڻي پرسان هڪ ڳوٺ عاقل ۾ ٿيو. ثمينہ گل، سنڌي موسيقيءَ ۾ وڏي مڃتا ماڻي چُڪي آهي. شروعاتي دؤر ۾ جڏهن ثمينہ گل فن موسيقيءَ ۾ متعارف ٿي تہ مشهور موسيقار اُستاد فيروز گل (مرحوم) ڪانئس فلم لاءِ بہ گانا رڪارڊ ڪرايا. ثمينہ گل جي هڪ وائي، جيڪا سنڌ جي هڪڙي مشهور رڪارڊنگ ڪمپني طرفان ريليز ڪيل البم ۾ شامل هئي، ان وڏي شهرت ماڻي، وائيءَ جا ٻول هئا:



'هو ارمان اُئن ميان شاهه رحہ'

اڳتي هلي ثمينہ گل، مُلڪ جي ناليواري گائيڪا عابده پروين واري رنگ ۽ انداز ۾ ڳائڻ شروع ڪيو، نہ صرف ايترو بہ پوشاڪ جي انداز ۾ ساڳيو اختيار ڪيو، جنهنڪري ڪيس سُٺي پذيرائي ملي. ثمينہ گل، اردو، سرائيڪي، براهوڪي، بلوچي، پشتو ۽ سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ ڳائي پاڻ مڃرايو. ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي ڪيس 'اي ڪيٽيگريءَ' ۾ پرفارم ڪرايو ويجي ٿو.

ان ڪان سواءِ ثمينہ گل، شاهه عبداللطيف ڀٽائي ڪانفرنس، قلندر لعل شهباز رحہ ڪانفرنس ۽ پي. ٽي. وي ڪوئيٽا ۽ ڪراچيءَ ۾ پڻ پرفارم ڪري چُڪي آهي. سندس هڪڙو فرزند نذر علي عرف پلو ننڍي ڄمار جو سٺو طبلا نواز آهي، جڏهن تہ سندس ٻيو فرزند صابر نواز اِستاد علي نواز خان وٽ سکيا وٺي رهيو آهي. سندس هڪڙي نياڻي صائمہ بهار موسيقيءَ جي دنيا ۾ گائيڪا طور سٺو نالو ڪمائي رهي آهي. سندس گهروارو غلام قمبر پڻ طبلي نواز رهيو آهي.



# پ

## پاٽائي مخدوم عبدالواحد جي نالي عالمگير جو فرمان:

اورنگزيب عالمگير بادشاھ طرفان ھيءُ فرمان مخدوم عبدالواحد صديقي نالي لکيل آھي. اورنگزيب عالمگير مخدوم مسيح الاولياء جي بلند و بالا



THURSDAY 10TH APRIL

SIND GAZETTE

روحاني عظمت جي پيش نظر سندس عقيدتمندن مان ھو مختلف حڪمرانن طرفان برھانپور ۾ مقيم ھن متبرڪ 'سنڌي' خانوادي جي اولاد کي جاگيرون ملنديون رھيون. جڏھن سنڌ مان مخدوم عبدالواحد ڪبير (1047-1123ھ) جي عالمگير سان ملاقات ٿي تہ اورنگزيب ھن بزرگ شخصيت کي نہ صرف سيوستان (سيوھڻ) جو قاضي القضاۃ مقرر ڪيو بلڪ ڪيس معاشي خوشحالي لاءِ جاگير جو پروانو بہ عطا ڪيو جنھن ۾ شيخ عيسىٰ جند اللہ پاٽائي جي اولاد جي حوالي سان سندس روحاني ڪمالات ۽ علمي فضيلت جو بہ اعتراف ڪيو ويو آھي.

## ترجمو

صحيح نقل ترجمہ دستاويزات سلطان اورنگزيب، عطا ڪيل گذريل ٻن شخصيتن کي، اڄ تائين موجود خاندان پاٽ سنڌ، شايع شدہ "سنڌ گزيٽ" مؤرخہ ١٠ اپريل ١٩١٣ع، مع نوٽ ايڊيٽر:

"اورنگزيب عالمگير جو سنڌ سووينئر، سنڌ جي قديم دستاويزن کي محفوظ ڪرڻ ۽ اُن جو ترجمو متعلق مائٽن لاءِ دلچسپي جو باعث ٿيندو. سلطان اورنگزيب جو اصل فرمان پاٽ لاڙڪاڻو سنڌ (موجودہ دادو ضلعو) جي گذري ويل ٻن شخصيتن متعلق اسان ھيٺ شايع ڪيون ٿا. اھا ڳالھ دلچسپي جو باعث آھي تہ مخدوم عبدالڪريم، جنھن وٽ انھيءَ فرمان جو اصل موجود آھي، اُھو سنڌ مدرسي جو پراڻو شاگرد آھي."

### فرمان شاھي

"موجودہ ۽ ايندڙ وقت ۾ سيوستان ۽ پاٽ جي حڪام بالا کي ھن فرمان عالي کان مطلع ڪيو وڃي ٿو تہ مظھر خدا، خلافت پناھ، بادشاھ سلطنت عظيم ارض و زمان جي حڪم سان مؤرخہ ٢٩ جلوس بروز مبارڪ ڏينھن تاجپوشي ٥١ روپيہ يوميہ، مخدوم و شيخ عبدالواحد ۽ مفتي شيخ عبدالقادر اولاد ۽ پانچ اولياء اللہ عزوجل قطب الاقطاب شاھ جنداللہ شيخ عيسىٰ قاسم صديقي عليہ الرحمۃ جي طفيل شاھي خزاني مان ادا ٿيندا. جيئن تہ سرڪار عاليہ، مملڪت جي روحاني ۽ مادي ترقي لاءِ خواھشمند آھي ۽ ھو شدت سان گھري ٿي تہ باوقار خانداني ماڻھو، جيڪي اعليٰ مقام ۽ درجو رکن ٿا، اُھي پنھنجي شان وٽان زندگي گذاري سگھن تہ جيئن ھو دلي طرح مملڪت جي خوشحالي ۽ ظلِ سبحاني جي ڀلائي لاءِ دعاگو ۽ خواھشمند رھن. بحڪم سرڪار ڏھ ھزار بيگھ زمين بطور نعم البدل روپيہ ٢٥-٨-٠ روزمرہ خرچ، ڪمالات دستگاھ مخدوم عبدالواحد صديقي کي معاشي گذر سر لاءِ عطا ڪئي وڃي ٿي. متعلق پرڳڻي جي حڪام بالا کي حڪم ڪيو وڃي ٿو تہ انھيءَ شاھي فرمان جي مطابق عمل ڪيو وڃي ۽ والا سان مخدوم صاحب کي پرڳڻي پاٽ ۾ حڪم ڪيل اراضي زمين ڏني وڃي. ڪيس ھر طرح جي مملڪتي و سياسي اُمور کان بالاتر ۽ مستثنىٰ سمجھندي شاھي فرمان بالا تي ھر حال ۾ عمل ڪيو وڃي."

آءٌ تصديق ڪريان ٿو تہ ھي متن، اصل فارسي عبارت جو دُرست ترجمو آھي.

دستخط

ڊي.جي. سنڌ ڪاليج | ھوتچند مولچند گربخشاڻي ايم.اي
ڪراچي. مارچ ١٩١٥ع | پروفيسر آف پرشين

تصديق شدہ ترجمي مع سرٽيفڪيٽ رکندڙ لاءِ ھز ھائينس مير محمد حسين علي خان ٽالپر، امير سنڌ حڪومت سنڌ ڏانھن سفارش ڪري ٿو:

اورنگزيب عالمگير طرفان مخدوم عبدالواحد ڪبير کي ڏنل فرمان جي اصل فارسي متن تان انگريزيءَ ۾ ترجمو سنڌ جي عالم ۽ محقق ڊاڪٽر ھوتچند مولچند گربخشاڻيءَ ڪيو. ان اشاعت جو اصل بہ مسيح الاولياء شيخ عيسىٰ جند اللہ ۽ مخدوم عبدالواحد ڪبير جي اولاد مان مخدوم سليم اللہ صديقيءَ جي ذاتي ڪتبخاني ۾ موجود آھي.

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي ترجمي سان گڏ مير محمد حسين علي خان ٽالپر امام علي قاضي اسپيشل مئجسٽريٽ حيدرآباد ۽ مير حاجي نور محمد خان ٽالپر جا تصديقي نوٽ بہ موجود آھن.

ان ڪانسواءِ ان دؤر جي ڪراچيءَ جي اھم شخصيت مير ايوب خان بئريسٽر جو نوٽ بہ ھن سلسلي جي اھميت کي اجاگر ڪري ٿو. اصل "سنڌ گزيٽ" جي عڪس سان گڏ پڙھندڙن لاءِ ان جو سنڌي ترجمو بہ شايع ڪري رھيا آھيون.

**پاٽ يا تراڪڙي ٽانو مان سِڪو ڪيڻ (راند):** ھن راند ۾ جيترا رانديگر (ننڍي عمر وارا) اوترا ٽانو انھن ۾ اٽويا رنگين پاٽي وجھي ان جي تري ۾ سڪو رکبو. رانديگرن کي ٿوري فاصلي تي پنيان ٻانھون ٻڌي بيھاربو سيٽي وڄڻ سان ٻار ڊوڙي گوڏن ڀر ويھي ٽانون ۾ ھوٽ وجھي سڪو ڪيندا، جنھن پھريون سڪو ڪيو تنھن ڪٽيو.

**پارپولا، آسڪو** (Asko Parpola): سنڌو لکت جو ماهر آسڪو هيڪي سيجي فرائيڊ پارپولا، هيلسنڪي يونيورسٽي فن لينڊ ۾ هندستان شناسيءَ جو پروفيسر ايمريٽس آهي. سندس جنم 12 جولاءِ 1941ع تي ٿيو. سندس والد جو نالو آتو ڪليروو پارپولا (Aatto Kalervo) هو. هن جو چاچو ارمس سيلونين (Armas Salonon) هيلسنڪي يونيورسٽي فن لينڊ ۾ اسيريا شناسيءَ (Assyriology) جو پروفيسر هو. سندس ڀاءُ سيموئل (Semo) پارپولا، پنهنجي چاچي جي رٽائر ٿيڻ کانپوءِ اتي ئي اسيريا شناسيءَ جو پروفيسر مقرر ٿيو. آسڪو پارپولا 1959ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪئي. ڪلاسيڪل تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ هو انڊولاجيءَ (هند شناسي) جي شعبي ۾ هيلسنڪي يونيورسٽيءَ ۾ داخل ٿيو ۽ 1963ع ۾ ايم. اي ڪئي. 1966ع ۾ ايم. فل ۽ 1968ع ۾ ڊاڪٽريٽ جي ڊگري ورتائين. 1972ع ۾ سينٽرل انسٽيٽيوٽ فار نارڊسڪ (Central Institute for Nordisk) ڪوپن هيگ ۾ ريسرچ فيلو مقرر ٿيو. 1981ع ۾ هندستان شناسيءَ جي شعبي جو چيئرمئن مقرر ڪيو ويو. هن پنهنجي سڄي قابليت سنڌو لکت جي پاڄ تي صرف ڪئي ۽ 30 سالن جي طويل عرصي تائين سنڌو لکت جي پڙهڻي جي ڪم ۾ سرگرم رهيو. ان ڏس ۾ هن 1994ع ۾ هڪ ڪتاب 'سنڌو لکت جي پڙهڻي' (Deciphering the Indus Script) شايع ڪرايو. جيڪو سنڌو لکت جي حوالي سان پنهنجي نوعيت جو بنيادي ڪتاب آهي. 1968ع کان انهيءَ نُڪتي تي زور ڏيندو رهيو آهي تہ سنڌو تهذيب ۽ لکت دراوڙي تهذيب ۽ لکت آهي. هن انڊولاجيءَ ۾ تمام گهڻي شهرت حاصل ڪئي ۽ ان حوالي سان سنڌو تهذيب ۽ لکت تي ڪيس وڏي دسترس حاصل آهي. هن هندستان جي قبل از تاريخ، ڏکڻ ايشيا جي مذهبن جي چڱو اڀياس ڪيو آهي، جنهن ۾ سنڌو تهذيب، سنڌو لکت ۽ مذهب، سنڌو لکت جي مهرن جي پاڄ، ويد، ويدي سماج، هندو ڌرم، تامل ناڊو ۽ ڪرناٽڪ جي ٻولين: سنسڪرت، ملايالم، تامل وغيره تي تحقيق اچي وڃي ٿي. ان ڪانسواءِ هن ڏکڻ ايشيا جي تاريخ کان اڳ جي آرڪيالاجي ۽ وچ ايشيا ۾ آرين جي آمد تي بہ گهڻو ڪم ڪيو آهي. هن سنڌو تهذيب واري لکت کي قديم تامل ٻوليءَ سان ڀيٽي تحقيق جي دائري کي وسيع ڪيو. سندس سنڌو لکت واري تحقيق کي عالمانہ نظر سان ڏٺو وڃي ٿو. سندس سنڌو تهذيب جي لکت ۽ مهرن تي "Corpus of Indus Seals and Inscriptions" نالي سان ٻہ جلد يونيسڪو طرفان ڇپايا ويا آهن. جن ۾ سنڌو لکت جي پاڄ ڏني وئي آهي. ٻنهي جلدن ۾ سنڌو تهذيب جي لکتن جي مهرن جا عڪس پڻ ڏنل آهن. سندس هي ڪم سنڌو لکت جي سلسلي ۾ سڄيءَ دنيا ۾ پنهنجي نوعيت جو اهم تحقيقي ڪم مڃيو وڃي ٿو. آسڪو پارپولا سٺ جي ڏهاڪي کان اڪثر پاڪستان ايندو رهيو آهي ۽ اڪثر ڪري سنڌ جي مشهور اديب سراج ميمڻ جو مهمان ٿي رهيو آهي ۽ سنڌو لکت جي حوالي سان سنڌي عالمن سان خيالن جي ڏي وٺ ۽ بحث ڪري پنهنجي راءِ جو اظهار ڪندو رهيو آهي. ڪيس 23 جون 2010ع تي ڪيليگنر ايمر ڪرونانيڊي ڪلاسيڪل اوارڊ سان نوازيو ويو ان کان علاوه هندستان سرڪار ڪيس، خدمتن جي مڃتا طور "پدم ڀوشن" جي ممتاز اعزاز سان پڻ نوازيو. هن جون ڪيترين ئي لکڻيون مختلف زبانن جهڙوڪ: فنش (Finsh)، سوئيڊي (Swedish) ۽ انگريزي ۾ آهن. آڳاٽي سنڌي لپي ۽ سنڌو ماٿري تهذيب جي مليل آثارن ۽ نوادرات تي ٻين ماهرن ۽ محققن جي سهڪار سان لکيل سندس ڪتابن ۽ رپورٽن (Reports) جي فهرست هن ريت آهي:




- Koskenniemi, Seppo, Asko Parpola & Simo Parpola. Materials for the Study of the Indus Script, I: A Concordance to the Indus inscription. (1973).
- Koskenniemi, Kimmo & Asko Parpola, Corpus of Texts in the Indus Script. Department of Asian and African Studies, University of Helsinki, Researeh Reports, 1. (1979).
- Koskenniemi, Kimmo & Asko Parpola, Documentation and Duplicates of the texts in the Indus Script. Department of Asian and African Stodies, University of Helsinki, Research Report, 2. (1980).
- Koskenniemi, Kimmo & Asko Parpola, A Concordance of the texts in the Indus Script. Department of Asian and African Studies, University of Helsinki, Research Report 3. (1982).
- Parpola, Asko, The Sky-Garment: A Study of the Harappan Religion and its Relation to the Mesopotamian and later Indian Religions. (1985).
- Joshi, Jagat Pati & Asko Parpola, Corpus of Indus Seals and Inscriptions. 1: Collection in India, edited with the assistance of Erja Lahdenpera & Virpi Hameen Antilla. Archaeological Survey of India. (1987).
- Shah, Sayid Ghulam Mustafa & Asko Parpola, Corpus of Indus Seals and Inscriptions. 2: Collections in Pakistan, Edited in collaboration with Ahmed Nabi Khan, M. Rafiqure Mughal, F.A Durani, M.A Halim, George F.Dales, Michael Jonsen, M. Tosi, Waler A. Fairservis and Giorgio Stacul and with the Assistance of Jyrki Lyytikka, S.M. Ilyas, Arto Voohelainen and Petteri Koskikallio. Department of Archaeology and Museum, Government of Pakistan. (1991).
- Parpola, Asko & Petteri Koskikalio, South Asian Archaeology 1993. Poceedings of the 12th international conference of the European Association of South Asian Archaeologists held in Helsinki University 5-9 July 1993. Vol. I-II (1994).
- Parpola, Asko. Deciphering the Indus Script. Cambridge: Combridge University. (1994).

- Parpola, Asko. Deciphering the Indus Script: Methods and select Interpretations. Keynote address delivered at the 25th Annual South Asia Conference, University of Wisconsin, 18-20 October 1996. (Published by Madison Centre for South Asia, University of Wisconsin. (1997).
- Parpola, Asko, B.M. Pande & Patteri Koskikallio. Corpus of Indus Seals and Inscriptions. 3: New material, Untraced Objects and Collections outside India and Pakistan. (2006).


**پارس پاڳارا** (ڪتاب): سورهيه بادشاهه پبليڪيشن ڪپرو ضلعي سانگهڙ پاران، 2012ع ۾ حاجي شاد راڄڙ




هيءُ ڪتاب ترتيب ڏيئي ڇپايو. ڪتاب ۾ پير پاڳاري جي خاندان، انهن جي جدوجهد ۽ قربانين تي مضمون شامل آهن. حر گوريلا تحريڪ، مارشلا جا اکين ڏٺا احوال ۽ ٻيا ليک اهميت رکن ٿا. ڪتاب جي ليکڪن ۾ استاد لغاري، الطاف شيخ، ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ، ارباب نيڪ محمد، اشتياق انصاري، شوڪت حسين شورو، حاجي شاد راڄڙ ۽ ٻيا شامل آهن.

**پارسي زبان ۽ شعر جي تاريخ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي نامياري اديب مرزا قليچ بيگ جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ پارسي شعر ۽ زبان بابت معلومات آهي. 'اطلاع ضروري' جي عنوان ۾ مرزا قليچ بيگ لکي ٿو ته،




"سر وليم جونس ولايت جو مشهور عالم ٿي گذريو آهي، جيڪو فارسي، عربي ۽ ٻين ڪيترين ئي ٻولين ڄاڻندو هو انهيءَ فارسي زبان ۽ شعر جو تاريخي احوال انگريزيءَ ۾ لکيو آهي، جنهن تان مون سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي." هن ڪتاب ۾ پارسيءَ جي شروعاتي تاريخ جي معلومات ميسر آهي، انهيءَ ڪانسواءِ پارسيءَ جي نامور شاعرن فردوسي، خواجه حافظ شيرازي، سعدي شيرازي ۽ مولانا جامي جا شعر پڻ ڏنل آهي. ڊيمي سائيز جو 32 صفحن تي مشتمل هي ناياب ڪتاب منشي پوڪرداس ٿانور داس تاجر پنهنجي خرچ سان اسلاميه پريس لاهور مان 1900ع ۾ ڇپرائي شڪارپور مان پڌرو ڪيو.

**پاڪستان جي ماضي حال مستقبل تي طائرانه نظر** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي قومي رهنما ۽ جديد قومپرستيءَ جي باني سائين جي. ايم. سيد جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ ليڪ هندستان جي ورهاڱي کان اڳ وارين سياسي حالتن، تحريڪن، نظرين ۽ انگريزن خلاف جدوجهد جي احوال سميت نئين قائم ٿيل رياست ورهاڱي متعلق پنهنجي تجربن جو احوال پيش ڪيو آهي. هن ڪتاب کي جملي طور پنجن ڀاڱن ۾ ورهايو ويو آهي، جن ۾: (1) پاڪستان جي قيام لاءِ تاريخي پس منظر




(2) پاڪستان پيدائش لاءِ ڪارڻ (3) پاڪستان جي قيام بعد ان جي استحڪام ۾ رڪاوٽون (4) پاڪستان جي مستقبل تي نظر (5) سنڌ ۽ پاڪستان شامل آهن. ڪتاب ۾ سائين جي. ايم. سيد پنهنجي سياسي آزمودن جي تذڪري سميت ٻارنهن شخصن جو تذڪرو ڪيو آهي. جن جو سنڌس تعليمات تي اثر ٿيو. ڪتاب ۾ مهاجر- پنجابي مستقبل مفاد جي ڪار گذارين، سنڌ جي مستقبل نجات جي حل لاءِ تاريخي دليل درج ڪيا آهن. هندستان ڪي مذهب جي بنياد تي ورهائڻ سبب مستقل نقصانن بابت به تفصيل سان لکيو ويو آهي. ڪتاب ۾ قومي، نسلي، مذهبي تضادن جو به سرسري جائزو وٺي سنڌ ڪي درپيش خطرن بابت مواد درج ڪرڻ سميت وڏندڙ ملائيت جي رجحان، پير پرستي، وهم پرستي، جهڙن موذي مرضن بابت خبردار ڪيو ويو آهي. ڪتاب جو انتساب شهيد ڏاهر ۽ شهيد الهه بخش سومري جي نالي ڪيو ويو آهي. ڪتاب جو مهاڳ دادا ڪيرت ٻاٻاڻي، تعارف هند جي نامور تنقيد نگار گنگارام سمراٽ ۽ پيش لفظ خود سائين جي. ايم. سيد لکيو آهي. ڪرائون سائيز ۾ ٻه رنگي ٽائيٽل سان 449 صفحن تي مشتمل هيءُ ڪتاب 1973ع ۾ دادا ڪيرت ٻاٻاڻي بمبئي مان ڇپرائي پڌرو ڪيو.

**پاڻ سڳورن جا خط** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ڊاڪٽر محمد اشرف سمي جو ترتيب ڏنل آهي، رحمة اللعالمين حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جن جا لکيل عربي متن ۾ خط، سهيڙي سنڌي ترجمي سان هن ڪتاب ۾ شامل ڪيا ويا آهن. حضور صلي الله عليه وسلم جن صلح حديبيه ڪانپوءِ 7 هه / 628ع جي شروعات ۾ ڀاڙيسري ملڪن جي عربي عجمي بادشاهن 'عربن اميرن' ۽ مختلف قبيلن جي سردارن ڪي وقت به وقت خط تحرير ڪيا، جن ۾ اسلام جي تبليغ سان گڏ غيرآباد زمينن جي آبادڪاري، سياسي، سماجي حق ۽ مطالبا، ٽيڪس، جزيو، جاگيرن جا پروانا ۽ ڪيترائي شرعي احڪام ۽ فيصلا پڻ درج آهن. پاڻ ڪريم ﷺ جي انهن خطن جو تعداد 300 کان به وڌيڪ آهي، جيڪي گهٽي حد تائين احاديث ۽ سيرت جي ڪتابن ۾ موجود آهن. هن وقت تائين پاڻ ڪريم ﷺ جا صرف چار اصلي خط دستياب ٿيا آهن، جن جي اصل تحرير پڻ موجود آهي. انهن مان: (1) حبش جي بادشاهه اصحمه نجاشي طرف، (2) مقوقس مصر جي بادشاهه طرف، (3) بحرين جي گورنر منذر بن ساويٰ طرف، ۽ (4) ايران جي بادشاهه خسرو پرويز طرف موڪليل خط شامل آهن. انهن چئني خطن جو اصلي عڪس پڻ هن ڪتاب ۾ موجود آهي. مختلف حديثن ۽ سيرت پاڪ جي ڪتابن جا ڪنيل ڪل 91 خط هن ڪتاب ۾ موجود آهن. فاضل ترجمي نگار خط جي اصل عربي متن سان گڏ



ان جو آسان سنڌي ترجمو شامل ڪيو آهي. ڊيمي سائيز جي 285 صفحن ۽ چار رنگي ٽائيٽل واري هن ڪتاب جي قيمت 120 روپيا آهي، هي ڪتاب 2008ع ۾ مهراڻ اڪيڊميءَ طرفان شايع ڪيو ويو آهي.

**پاڻيءَ تي پهرو** (ڪتاب): هي سنڌ جي مزاحمتي شاعر راشد مورائيءَ جي ڪهاڻين جو پهريون مجموعو آهي. هيءُ ڪتاب نامور ڪهاڻيڪار ناصر مورائيءَ ۽ نوجوان ڪهاڻيڪار مرحوم خادم ٻگهئي ڪي منسوب




ٿيل آهي. هن ڪتاب ۾ شامل 27 ڪهاڻيون 1970ع کان 1980ع واري عرصي جون لکيل آهن، جڏهن ته بقول راشد مورائي جي ته: ”سندس ڪيتريون ڪهاڻيون گم ٿي ويون آهن، اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپيل جيڪي ڪهاڻيون ڪيس هٿ اچي سگهيون، سي هن ڪتاب ۾ شامل ڪيون ويون آهن.“ ڪهاڻين تي تفصيلي مهاڳ، نامور شاعر، نقاد ۽ ڪهاڻيڪار مير محمد پيرزادي لکيو آهي. راشد جي هر ڪهاڻي سنڌ جي سورن جي ڪهاڻي آهي، جن ۾ ’پلاند‘، ’پيڙا جي پرک‘ ۽ ’جيها جي تيها‘ ۽ ٻيون اڪثر ڪهاڻيون قومي ڪهاڻين جي ذمري ۾ اچن ٿيون. سندس ڪهاڻي ’پاڻيءَ تي پهرو‘ سنڌوءَ تي ٻڌل ڊئمن جي پسمنظر ۾ لکيل آهي. ٻيون ڪهاڻيون سماجي حقيقت نگاري ۽ سماج ۾ ترقي پسند لاڙن جي اثر هيٺ لکيل آهن. ڊيمي سائيز جي 112 صفحن جو هي ڪتاب فهد پبليڪيشن موري پاران سيپٽمبر 2006ع ۾ ڇپيو آهي ۽ هن ڪتاب جي قيمت 130 روپيا رکي وئي آهي.

**پرديسي ۽ پيار** (فلم): هيءَ سنڌي فلم 12 آڪٽوبر 1984ع تي رليز ٿي. هن فلم جو هدايتڪار مشتاق چنگيزي، پروڊيوسر خير محمد لاسي ۽ موسيقار امداد حسين هو. فلم ۾ مشتاق چنگيزي، ريٽا، سرتاج وارثي، ممتاز ڪنول، مشتاق جسڪاڻي، مقبول ڪوکر، محمود لاسي، اداڪاري ڪئي. هيءَ فلم نشاط سئنيما حيدرآباد، محفل سئنيما ڪراچي، المنظر سئنيما لاڙڪاڻي، پيراڊائز سئنيما سکر ۾ پردي تي پيش ڪئي ويئي.

**پرو چانڊيو** (فلم): هيءَ رنگين سنڌي فلم 18 سيپٽمبر 1987ع تي بلونا فلمز پروجيڪٽ رليز ڪئي. هن فلم جو هدايتڪار شاهه اسد، پروڊيوسر مظفر حسين ۽ موسيقار فيروز گل هئا. فلم ۾ منصور بلوچ، ريٽا، نور محمد لاشاري، مشتاق چنگيزي، شهناز اڪمل، شهزادي لعل ڪمار، انور سولنگي، انجمن، طالش ۽ سپنا اداڪاري ڪئي. هيءَ فلم نشين سئنيما ڪراچي، ڪوهنور سئنيما حيدرآباد، پيراڊائز سئنيما سکر، قلوپطره سئنيما لاڙڪاڻي، تاج محل سئنيما دادو، ڪاڪ محل سئنيما موري، شمس سئنيما نوشهري فيروز، تصوير محل ميرپورخاص، ريڪس شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊي آدم، سهڻي سئنيما خيرپور ناٿن شاهه، رشنا ميلوڊي سئنيما نوابشاهه، فيض سئنيما شهدادپور، ڪيپري سئنيما ٽنڊي الهيار ۾ پردي تي پيش ٿي. هن فلم ۾ پرو ڌاڙيل جو ڪردار منصور بلوچ ڪيو هي فلم پنهنجي وقت جي نهايت ئي مقبول فلم ثابت ٿي. هن فلم ۾ ڌاڙيل پرو چانڊئي جي ڌاڙيل ٽيڻ پويان پوليس ۽ وڏيرن جي ڪردار کي وائکو ڪيو ويو آهي.

**پروفيسر هاسانند جادوگر**: پروفيسر هاسانند ولد چانڊو مل پنياڻي 1894ع ڌاري ڪنڊياري ضلعي نوشهري فيروز ۾ جنم ورتو. سيٺ چانڊو مل پنياڻيءَ کي چار پٽ هئا، هاسانند سيني ۾ ننڍو هو. هاسانند هالاڻيءَ



مان شادي ڪئي، کيس ست ٻار ڄاوا، جن ۾ ٽي پٽ ۽ چار نياڻيون شامل آهن سندس ٽئي پٽ ننڍپڻ ۾ ئي گذاري ويا. هاسانند آريه سماجي ۽ ڪانگريسي هو، تنهن ڪري هُن نياڻين جون شاديون قومي خيال وارن گهراڻن ۾ ئي ڪرايون. پروفيسر هاسانند ڪراچي ۾ پورٽ ٽرسٽ ۾ نوڪري ڪئي، پوءِ ڪانگريس ۾ سرگرم ٿيڻ جي ڪري اها نوڪري ڇڏي ڏنائين. ڪانگريس جي هلچل ۾ سرگرم ڪردار ادا ڪرڻ جي ڪري هي ڪيترائي ڀيراءُ جيل ويو، پر پنهنجي مقصد تان پوئتي نه هٽيو. هي بهادر سياستدان هو. پروفيسر هاسانند جادوءَ جا کيل ڪندو هو ۽ سندس اهي کيل پري پري تائين مشهور هئا. سندس انهن جادو جي کيلن جو مقصد ماڻهن کي وندرائڻ هوندو هو. هن جي کيلن جا ڪيترائي قصا مشهور آهن هڪڙي ڀيري هن هڪ گهوڙڙئي (شيون کپائيندڙ) ڇوڪري کي چانديءَ جو روپيو ڏنو ته هي مون کي ريزو ڪري ڏي. ڇوڪري روپيو وٺي ٿيلهيءَ ۾ رکيو ۽ هاسانند کي ريزو ڳڻي ڏنائين. هاسانند ريزو وٺي ڇوڪري کي چيو ته روپيو ڏنو مانءِ ڏس ته آهي يا نه؟ متان پوءِ مون تي ڪا ميار ڏين. ڇوڪري پڪ ڪرڻ لاءِ ڳوٿري کولي ڏٺي ته روپئي بدران ٺڪري پئي هئي. ڇوڪري جو حيرت وچان منهن لهي ويو. هاسانند هن کان ٺڪري وٺي بيٺل ماڻهن کي چيو ته توهان ٻڌايو ته هيءُ روپيو آهي يا ٺڪري؟ سيني ڏنو ته اهو چانديءَ جو روپيو هو ۽ هنن چيو ته اهو روپيو آهي. هاسانند اهو روپيو ٻيهر ڇوڪري کي ڏنو، جنهن وري وٺي ٿيلهي ۾ رکيو. هاسانند ويندي ويندي ڇوڪري کي چيو هاڻي ته روپيو ڏنومانءِ نه؟ متان پنيان دانهون ڪرين ته ٺڪري ڏئي ويو. ڇوڪري ٻيهر ڳوٿري کولي ته ساڳي ٺڪري پئي هئي ۽ هاسانند کي موٽائي ڏنائين. هاسانند ٺڪري کي وري روپيو بڻائي ڏيکاريو. ڇوڪرو ويچارو ڪجي به نه پيو سگهي. سو اهو روپيو ڳوٿريءَ بجاءِ هٿ ۾ رکيو ۽ اهو ٺڪري ڪو نه ٿيو. ائين هاسانند ماڻهن کي کلائي کلائي هليو ويو. هن سڄي هندستان ۾ کيل ڪري پنهنجو نالو ڪڍيو. هن کي ٻيا جادوگر ’سڪن جو بادشاهه‘ ڪوٺيندا هئا. ان کيل ۾ ٻيو ڪو به جادوگر هن جو مقابلو نه ڪري سگهيو. جيتوڻيڪ پروفيسر هاسانند جي سڄي هند-سنڌ ۾ هاڪ هئي، پر ڪنڊياري جي ماڻهن جو هن سان تمام گهڻو چاهه هو. جڏهن پهريون ڀيرو هي ستيا گرهه هلچل ۾ گرفتار ٿيو، تڏهن وڏي تعداد ۾ ڪنڊياري جا ماڻهو هن سان ريلوي اسٽيشن تائين گڏجي ويا ۽ جڏهن آزاد ٿيو تڏهن به ماڻهن جو هڪ وڏو تعداد دهلن شرنائين سان هن کي ريلوي اسٽيشن تي وٺڻ ويو. پروفيسر هاسانند هندو ۽ آريه سماجي هو پر آزاد خيالن جو هو.

تنهن ڪري هندو ۽ مسلمانن سان هڪ جيترو ويجهو هو ۽ انهن ۾ هڪ جيترو مقبول هو. هن جي ڪنهن به ڳالهه کي ڪير خراب نه سمجهندو هو. ان دؤر ۾ هندن ۽ مسلمانن ۾ مذهبي ڇڪتاڻ پڻ هلي، پر هاسانند سان هر ڪو پاڪر پائي ملندو هو. پروفيسر هاسانند ۾ ڪٽرپڻو نه هو. هو سچو انسان هو ۽ پڪو ديش ڀڳت هو. ڪيترائي ڀيرا گرفتار ٿي جيل ويو هي هندو هجڻ باوجود هندن جي ٻاون ۽ ٻاهٺن جي ڪرتوتن تان پردا چاڪ ڪندو هو ۽ ڪانگريسي هجڻ باوجود ڪانگريسين جي غلط ڳالهين تي ڪليل نموني تنقيد ڪندو هو. پروفيسر هاسانند جو سيني سنڌين سان پيار هو ۽ پنهنجي شهر ڪنڊياري سان ڪيس وڏو اُنس هو. هو چوندو هو ته 'هاسانند هوندو ريل ۾ يا جيل ۾، کيل ۾ يا ويل ۾، نه ته هوندو پڪ ڪنڊياري ۾.' آزادي کانپوءِ جڏهن سنڌ مان هندو لڏپلاڻ ڪرڻ لڳا تڏهن پروفيسر هاسانند انهن کي روڪڻ لاءِ وڏا وس ڪيا. جڏهن سندس سڀ ويجها مٽ مائٽ لڏي ويا تڏهن هن لاءِ به ڪيترائي مسئلا پيدا ٿيا. گهرجي عورتن هن کي به لڏڻ لاءِ زور ڀريو. جنهن سبب هي به لڏي وڃي اجمير ۾ ويٺو. جتان گانڌيڌام (آديپور) ۾ وڃي ويٺو. هي تمام گهڻو سخي هو. سنڌ ۾ رهڻ وقت توڙي هند ۾ رهڻ دوران ضرورتمندن جي مدد ڪندو هو. پڇاڙيءَ جي ڏينهن ۾ دهليءَ ۾ ٿيل سنڌ ڪانگريس ورڪرس سمتيءَ جي اجلاس وقت هو جدا ڪاشي مندر ۾ رهيو ۽ ڪانفرنس ٿي وڃڻ کانپوءِ به اتي ئي رهيو پيو هو ۽ اتي ڪنهن کي به پنهنجي تڪليف ٻڌائڻ کانسواءِ 72 سالن جي ڄمار ۾ 29 سيپٽمبر 1966ع تي وفات ڪيائين.

**پريتم ڏرم سڀا ناٽڪ منڊلي، ڪراچي:** هيءَ ناٽڪ منڊلي 1917ع ڌاري هندن جي ڌرمي جماعت 'پريتم ڌرم سڀا' طرفان برپا ٿي، جيڪا مختلف وقتن تي ڊراما پيش ڪندي هئي. انهن ناٽڪن ۾ گهڻو ڪري ڌرمي رنگ ڀريل هوندو هو.

**پريل سومرو:** نامور ڪهاڻيڪار، شاعر، استاد. محمد پريل ولد خميسو خان سومرو لاڙڪاڻي شهر ۾ 10 آگسٽ 1866ع تي پيدا ٿيو. مين ورنيڪيولر اسڪول لاڙڪاڻي مان سنڌي فائنل جو امتحان 1884ع ۾ پاس ڪرڻ کانپوءِ 15 نومبر 1886ع ۾ ورنيڪيولر اسڪول لاڙڪاڻي ۾ استاد مقرر ٿيو. 1900ع ۾ ٽريننگ ڪاليج فار مين حيدرآباد مان ٽريننگ ڪري ساڳئي اسڪول جي چارج سنڀاليائين. 1905ع ۾ برانچ اسڪول شاهه محمد جو هيڊ ماستر مقرر ٿيو. 1921ع تي رٽائر ٿيو. ڊاڪٽر غلام علي سانگي لکي ٿو ته 'محمد پريل سومرو رٽائر ٿيڻ کانپوءِ پنهنجي تعليمي ۽ انتظامي قابليت جي بنياد تي ميونسپل اسڪول بورڊ جو ميمبر مقرر ٿيو ان کانسواءِ وسيع تجربي ۽ اهليت جي بنياد تي 1936ع ۾ ڪيس اسڪول بورڊ جو وائيس چيئرمئن مقرر ڪيو ويو هو اعليٰ درجي جو استاد، منتظم، شاعر ۽ ليکڪ هو.' سندس چار ڪتاب 'انصافي تحقيقات' (1924ع)، 'اثبات حق' (1929ع)، 'آئينه حق' ۽ 'جاءِ الحق' ڇپيل آهن. هن 1943ع ۾ وفات ڪئي.

**پرين پالاري:** پرين پالاري نامور دنبوري نواز ٿي گذريو آهي. هيءَ بنيادي طور مالوند هئڻ باوجود خانه بدوش هو. سندس والد رتو پالاري به مشهور دنبوري نواز هو. هن دنبوري وڄائڻ جي سکيا پنهنجي والد کان ورتي. جڏهن ته رڌم، راڳ ۽ لئه جي سکيا سچل درس کان ورتائين. هن پنهنجي ليکي دنبوري تي ڪيترائي ڪامياب تجربا ڪيا. هن دنبوري جي تن تارن کي وڌائي سرگم جي حساب سان ست سرن ۽ ٽي وڌيڪ سرملائي ڏهه سر لڳائي ڳائڻ جو تجربو ڪرڻ سميت معذوري، ساموندي، ڪوهستاني لهرا ۽ راڳڻيون دنبوري تي ڳائڻ جو به تجربو ڪيو. فقيراڻي طبيعت سبب فقط ڳوٺاڻين محفلن ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندو هو.

**پڪار (فلم):** مشهور سنڌي فلم پڪار، 18 مارچ 1989ع تي رليز ٿي. هن فلم جو پروڊيوسر ۽ هدايتڪار مشتاق چنگيزي، موسيقار فيروز گل هو. فلم ۾ سهڻي، دلبر مهر، آفتاب شيخ، نجمه ڪاوش، اصغر جاني، ايم. ايم. بلوچ ۽ ايس ٻتي اداڪاري ڪئي. هيءَ فلم نيو ميجسٽڪ سئنيما حيدرآباد، رائل سئنيما لاڙڪاڻي، ڪلاڪ محل سئنيما موري، شاهين سئنيما شهدادپور، سرتاج سئنيما سانگهڙ، محفل سئنيما هالا، دلشاد سئنيما نوابشاهه، امداد سئنيما نيو سعيد آباد، قائم سئنيما ميرپورخاص، شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊو آدم، ريڪس سئنيما بدين، ماروي سئنيما ڪوٽڙي، محفل سئنيما شاهپور چاڪر ۾ پردي تي ڏيکاري وئي. هيءَ فلم مشهور سنڌي فلمن مان هڪ آهي. فلم تاج فلمز حيدرآباد پاران جاري ٿي.

**پلاند (فلم):** لسبيلا فلمز طرفان پيش ڪيل هيءَ سنڌي فلم 8 سيپٽمبر 1987ع تي رليز ٿي. هن فلم جي ڪهاڻي لکندڙ ۽ هدايتڪار نادر بلوچ، موسيقار بابر علي ۽ پروڊيوسر خير محمد لاسي هو. هن فلم ۾ ناصر بلوچ، ريٽا، بلاول، ريحانه ممتاز، منظور مراد، الطاف سومري، شبانه ناز، قمر ميمڻ اشرف بلوچ، محمود لاسي، رحيم شوري ۽ اي. آر بلوچ اداڪاري ڪئي. هيءَ فلم المنظر لاڙڪاڻي، پيراڊائيز سئنيما سکر، ميلوڊي سئنيما نوابشاهه، ڪيپري سئنيما ٽنڊي الهيار ۾ رليز ڪئي وئي. هيءَ سنڌي سماج جي عين مزاج ۾ رهڻي ڪهڻي جي عڪاسي ڪندڙ بهترين فلم هئي، جيڪا گهڻو مشهور ٿي.

**پلاند:** ڪپڙي/پوتيءَ جي ڪناري، پلؤ يا دامن کي چئبو آهي. پلاند لفظ سنڌيءَ ۾ اصطلاحاً استعمال ڪيو ويندو آهي. جيئن: پلاند آجا ڪرڻ يعني ڇوٽڪارو، نجات حاصل ڪرڻ يا جان ڇڏائڻ. پلاند اٽڪائڻ رستو رڪڻ توڙي هٿ اٽڪائڻ ۽ جهيڙو ڪرڻ جي معنيٰ ۾ اچي ٿو. پلاند ٻڌڻ شاديءَ جي رسم موجب گهوٽ ۽ ڪنوار جا پلاند ٻڌا آهن. اهڙيءَ طرح پلاند وٺڻ، بدلي وٺڻ ۽ پلاند وجهڻ وري جهولي جهلڻ ۽ منٿ آزي ڪرڻ لاءِ ڪتب اچي ٿو. اڪثر عورتون خدا کان مدد گهرڻ لاءِ دعا طور پوتيءَ جو پلاند ڪٽي دعا گهرنديون آهن. اهڙيءَ طرح ڪنهن ظلم ٿيڻ تي ساڳيو پلاند ڪٽي پٽ ۽ پاراتو به ڏنو ويندو آهي. پلاند کي 'پلئه' به چئبو آهي جيڪو پڻ تقريباً ساڳين لغوي توڙي اصطلاحي معنائن ۾ استعمال ٿيندو آهي.

**پليجو، نور محمد:** صوفي شاهه عنايت شهيد جو ڪٽر دشمن نور محمد پليجو بن هنبو بن راڏو بن بابو پليجو. نامور پرڳڻي پليجار جو زميندار ۽ ان وقت جي حڪومت ۾ اثر رسوخ رکندڙ جاگيردار هو. نور محمد پليجي جڏهن شاهه شهيد جي مخالفت شروع ڪئي، تڏهن سندس قبيلي وارن کي گهڻو سمجهايو پر هيءُ نه مڙيو. سيد عبدالواسع، نور محمد پليجو ۽ حمل جت سڀ کان پهريان شاهه عنايت شهيد جا مخالف ۽ ويري ٿيا. شاهه شهيد عنايت جي تحريڪ کي وڌندو ڏسي هنن جي دلين ۾ گمان پيدا ٿيڻ لڳا.

جنهن بعد سيد عبدالواسع ٺٽي جي نواب مير لطف الله خان کي مدد لاءِ عرض ڪيو. نواب لطف، نور محمد پليجي کي سيد عبدالواسع جي مدد ڪرڻ لاءِ چيو. نور محمد پليجو اڳي ئي شاهه عنايت جي خلاف تپيو ويٺو هو. هن پنهنجي ماڻهن کان سواءِ ڪوهستان ۽ سنڌ جي بين علائقن مان پنهنجا هزارين ماڻهو گڏ ڪيا ۽ حمل جت به پنهنجي ماڻهن سان اچي هنن سان گڏيو. اهڙي طرح نور محمد پليجي، حمل جت ۽ سيد عبدالواسع پنهنجي فوج تيار ڪري صوفي شاهه عنايت شهيد جي خانقاهه تي حملو ڪري ڏنو. انهيءَ حملي ۾ صوفي شاهه عنايت جا ڪيترائي فقير شهيد ٿي ويا. جنهن تي نور محمد پليجو خوش ٿيو ته هاڻي هيءَ تحريڪ ختم ٿي وئي. انهيءَ خونريزيءَ کان پوءِ صوفي شاهه شهيد جا فقير دهليءَ ۾ دانهين تي ويا. دهلي دربار خون بها ۾ قاتلن جون زمينون شهيدن جي وارثن کي ڏنيون. ان کان پوءِ ته نور محمد پليجو شاهه عنايت شهيد جو سخت دشمن ٿي بيٺو. جڏهن نواب اعظم خان 1128هه/1716ع ۾ ٺٽي جو نواب مقرر ٿي آيو ته بين سان گڏ نور محمد پليجي نواب اعظم خان کي شاهه عنايت شهيد خلاف ڪري چڙهيو. اهڙي طرح نواب اعظم خان، شاهه شهيد خلاف جنگ جو اعلان ڪيو. جنهن کان پوءِ آخرڪار قرآن شريف وچ ۾ آڻي شاهه عنايت شهيد کي دوکي سان 15 صفر المنظفر 1130هه/7 جنوري 1718ع تي شهيد ڪيو.

**پليڊرس ڪلب، حيدرآباد:** هيءَ ڪلب 1905ع ۾ حيدرآباد جي وڪيلن قائم ڪئي، جنهن پنهنجي شروعاتي سال کان ڏيارام جيٺيمل سنڌ ڪاليج ايميچوئرس ڊرئميٽڪ سوسائٽيءَ جي معيار جيترو پنهنجو ڊاڪومائڻ خاطر، گهڻا مشهور ناٽڪ حيدرآباد توڙي ڪراچيءَ ۾ ڪري ڏيکاريا، جن ۾ مرزا قليچ بيگ جا 'خورشيد'، 'عزيز ۽ شريف' ۽ جيناند ڪلڊاس پرياڻي جو 'نل دمينتي' ناٽڪ بيحد ڪاميابيءَ سان پيش ٿيا هئا. ڪلب طرفان رچيل ناٽڪن جا هدايتڪار ۽ اداڪار حيدرآباد جا برک وڪيل هئا، جن ۾: هيرا نند سنتوڪرام، ڄيٺسنگ ناراڻ سنگ، سنتداس منگهارام، پرسرام هرداسمل، لوڪومل گوبند بخش، حشمتراءِ پال، وليرام آٿلمل، ڄيٺيمل ليلا رامسنگ، فتحچند بجاسنگ، ڪوهير نندلاڻي ۽ جهمت پاونائي شامل هئا.

**پنجل مير بحر (ملهه پهلوان):** پهرئين جوڙ جو مشهور ملهه پهلوان پنجل ولد رب ڏنو مير بحر 1904ع ڏاري ڳوٺ دادلوءَ تعلقي پني عاقل ۾ ڄائو. محمد پنجل نهايت سگهارو ۽ قدآور جوان هو بُتَ جو سهڻو رنگ جو پورو، چاپئين ڏاڙهي ۽ شهپر رکندو هو پچاڙيءَ وارن ڏينهن ۾ ڏکهي قد هڻڻ ڪري ٿورو جهڪيل نظر ايندو هو هيءَ ملهه پهلوان 1940ع تائين ملهه وڙهندو رهيو. سندس مقابلا اڪثر پهرئين جوڙ جي مشهور اترادي ملهه پهلوانن سان ٿيندا هئا. ان دؤر جي مشهور ملهه پهلوانن: حبيب مير بحر عاقل محمد، گل محمد لنجار ۽ گوشو ميتلي وغيره سان ٿيندا هئا. اڪثر مقابلا طاقت جي زور تي کٽي ويندو هو چار سوٽي لوهي سيخ ٻانهن تي مروڙي ويندو هو سگهي تي اُڪريل اکر به چيٽيءَ جي زور سان ميساري ويندو هو هي گل حسن خان ڏاريجي اول جو پهلوان هو علائقي جو زميندار خان محمد خان چاچڙ ملهه پهلوانن کي پاڻ وٽ رهائيندو هو جنهن کيس سوکڙيءَ طور هڪ پلو ڏاند ڪاهي ڏنو پهرئين جوڙ جو هي ملهه پهلوان 7 آگسٽ 1975ع تي وفات ڪري ويو.

**پنجُو باغ (ڳوٺ):** هيءَ ڳوٺ گهوٽڪيءَ کان اولهه اتر طرف اٽڪل اڍائي ڪلو ميٽرن جي مفاصلي تي ديهه باقرو، تپو حسين بيلي تعلقي گهوٽڪي ۾ آهي. هن ڳوٺ تي اهو نالو گهوٽا ذات جي ماڻهو پنجو ۽ باغ جي نالن پٺيان پيو. انهيءَ جاءِ تي جتي هينئر اهو ڳوٺ آباد آهي اُتي اڳ ۾ جهنگ هوندو هو. پنجو ۽ باغ جيڪي ڌنار هئا ۽ مال چاريندا هئا تن درياهه جي ليٽ سبب انهيءَ هنڌ مال لاءِ لانڍي ٺاهي هئي پوءِ آهستي آهستي جهنگ صاف ڪري ڳوٺ ٻڌبو ويو. ڳوٺ پنجو باغ جي آسائش لاءِ سروي 23 ۾ به هن وقت چڱو ڳوٺ ٻڌجي ويو آهي. جتي گهوٽا ۽ ملڪ برادري جا ماڻهو رهن ٿا. هيءَ ڳوٺ ٻارهين صدي هجري ۾ وجود ۾ آيو. هتان جي ماڻهن جو ڌنڌو زراعت ۽ مال چارڻ آهي. ڪجهه ماڻهو سرڪاري نوڪري به ڪن ٿا. هتي گورنمينٽ (بوائز) پرائمري اسڪول به آهي. ڳوٺ جي آبادي اندازً سٺ گهرن تي مشتمل آهي. باقر خان گهوٽو جنهن جي نالي پٺيان ديهه باقرو آهي، ان جي اولاد مان ڳوٺ ۽ ديهه جا زميندار آهن ۽ هتي ئي رهائش پذير آهن. باقر خان جي اولاد مان فقير الهوڏايو خان گهوٽو هڪ اهلِ علم ۽ درويش صفت انسان اڄ به حيات آهي. هتي به ديني مدرسا به آهن، جتي ناظره ۽ حفظ جي تعليم ڏني ويندي آهي.

**پنجوڙ (شاعريءَ جي صنف):** پنجوڙ جي لفظي معنيٰ آهي: شڪار لاءِ استعمال ٿيندڙ مضبوط شڪنجو. هن صنف جي سمورين سٽن ۾ خيال جو شڪار مڪمل طور قاسي وجي ٿو:

پنج + جوڙ = يعني پنجن ئي سٽن جو جوڙ.

پنجوڙ جي پهرين ۽ پوئين (پنجن) سٽن جو وزن باقي ٽن سٽن جي اڌ برابر ٿئي ٿو اهي پاڻ ۾ هم قافيه آهن. باقي وچ وارين ٽي سٽون (جيڪي پهرين ۽ پنجين سٽ کان وزن ۾ ٻيڻيون آهن) پاڻ ۾ هڪ تُڪ سٽو آهن. پنجوڙ جو وزن پهرين ۽ آخري پنجين سٽ لڳ ڀڳ اٺن ماترائن ۽ وچيون ٽي سٽون وزن ۾ ٻيڻيون يعنيٰ 16 ماترائن برابر تي لکڻ وڌيڪ مناسب ٿيندو. هيءَ صنف 2002ع ۾ تجرباتي طور نوجوان شاعر ۽ صحافي مجيب ناريجي متعارف ڪرائي. هن صنف ۾ گيت، غزل، وائي، نظم، آزاد نظم ۽ پنجڪڙي جهڙو ساءُ ملي ٿو: "پنجوڙ" نموني طور هيٺ ڏجي ٿو:

سنيار تنهنجي!
رباب وانگر وڄي رهي آ،
خمار ئي بس خمار آهي،
شراب وانگر لڳي رهي آ.
تنوار تنهنجي
(مجيب ناريجو)

**پوتي ۽ پڳ (فلم):** هيءَ سنڌي فلم 9 جون 1986ع ۾ عيدالفطر جي موقعي تي رليز ٿي. هن فلم جو هدايتڪار ايچ اي بخاري، پروڊيوسر محبوب عالم ۽ موسيقار وجاهت عطري هئا. فلم ۾ محبوب عالم، عشرت چوڌري،

بنديا، اديب، نيلو فردوس جمال، عابد ڪشميري بهادر ۽ مصطفيٰ قريشي اداڪاري ڪئي. هيءُ فلم نيو ميجسٽڪ سئنيما حيدرآباد، پيراڊائيز سئنيما سکر، شهباز سئنيما ٽنڊي آدم ۽ اوڊين سئنيما ڪراچيءَ ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

**پوپٽ پبلشنگ هائوس خيرپور:** خيرپور جي 'پوپٽ پبلشنگ هائوس'، سنڌ ٻالڪ سنگت خيرپور جي فورم تان قربان منگي هلائي رهيو آهي، جنهن پبليڪيشن جو باني پڻ خود آهي. هيءُ پبليڪيشن نوي جي ڏهاڪي ۾ وجود ۾ آئي، جنهن پاران مختلف شاعرن، ليکڪن جا ڪتاب، ڪئلينڊر ڇپائڻ جو سلسلو جاري آهي. هن پبليڪيشن پاران هن وقت تائين ارڙهن کان وڌيڪ ڪتاب ڇپجي پڌرا ٿي چڪا آهن.

**پوڄ شري اداسين سماڌا آشرم شڪارپور:** هن آشرم کي 1796ع ۾ پرم پوڄنيه ستگرو بابا روپ پچن صاحب جن تعمير ڪرايو. هن گاديءَ تي جيڪي مهان انسان آيا ۽ گاديسر طور پنهنجون ذميواريون نڀايون، تن جو وچور هن ريت آهي:

پهرين پاتشاهي پرم پوڄنيه بابا هر پچن صاحب
ٻي پاتشاهي پرم پوڄنيه بابا رام پچن صاحب
ٽين پاتشاهي پرم پوڄنيه بابا روپ پچن صاحب
چوٿين پاتشاهي پرم پوڄنيه بابا ڪشن پچن صاحب
پنجين پاتشاهي پرم پوڄنيه بابا گوبند پچن صاحب
ڇهين پاتشاهي پرم پوڄنيه بابا شو پچن صاحب

آئيندي جو گاديسر پرم پوڄنيه بابا نارائڻ پچن صاحب آهي. هن آشرم جي سرپرستيءَ ۾ جيڪي ٻيا آشرم ۽ مندر هلن ٿا، تن ۾ سماڌا آشرم ڪولپور، سماڌا آشرم ڪنڌڪوٽ، سماڌا ڌام نوشڪي، سماڌا ڌام ڪشمور، سماڌا ڌام مديجي، سماڌا ڌام ڪاراِن، سمدا ڌام گهوٽڪي ۽ سماڌا ڌام سکر شامل آهن.

'پوڄ شري سماڌا آشرم' اداسين گدي آهي ۽ شڪارپور ۾ حاجي لطيف شاهه کان نيو فوجداري ڏانهن ويندڙ روڊ تي واقع آهي.

**پوڄا ٿيئٽرس، بمبئي:** 1970ع ۾ سنڌي ناٽڪ جي نامور ڪلاڪار پرتاب پرسواڻيءَ جي سرپرستيءَ هيٺ هيءُ ٿيئٽر بمبئي ۾ قائم ٿيو. هن جو ليکڪ ۽ هدايتڪار پرتاب پرسواڻي هو. هن ٿيئٽر جا پيش ڪيل مشهور ناٽڪ ٻال برهمچاري، ڪچا ڌاڳا پريم جا، عورت ۽ بوتل، بابا مون توبهه ڪئي، ليڊر ۽ پلي ڪري آيا وغيره هئا. هنن ڊرامن ۾ سشي بولاڪاڻي، پيرو پمپاڻي، ڪيئل گولاڻي، منوج ڪمار، مهيندر پنجواڻي، رام رسيلا، چندر گيانچنداڻي رام لهيجا، ونود پرتاب پرسواڻي ۽ ٻين اداڪارن حصو ورتو.

**پوراڻي، عبدالباقي جو مقبرو:** عبدالباقي جو والد امير ميرڪ شاهه بايزيد حسين جيڪو هرات جي هڪ ڳوٺ پوران مان 1521ع ڌاري مرزا شاهه حسين سان گڏ سنڌ ۾ آيو هو مرزا شاهه حسين کيس بکر جو گورنر مقرر ڪيو پر پنهنجي فقيري مزاج سبب هن بکر جي گورنري پنهنجي پٽ عبدالباقي جي حوالي ڪري واپس هرات هليو ويو. جتي 1610ع ۾ وفات ڪيائين. هينري ڪزنس هن مقبري کي ڏٺو ۽ ذڪر ڪيو آهي. ان وقت



(1934ع) ۾ مقبرو زبون حال هو، پر هن انهيءَ مقبري ۾ لڳل باقي ڪاشي جي سرن جي تمام گهڻي تعريف ڪئي آهي، چوته مقبري تي ڪاشي جو ٿيل ڪم ٻين مقبرن کان مختلف هو. اهڙو ئي ڪم خواجه خضر جي آستاني تي به ٿيل آهي. روهڙي ۾ سندس درگاهه جي ڏکڻ ۾ امير محمد مکي جو مقبرو به آهي.

**پورن هولا رام تيجپانداس:** صوفي شاعر ۽ درويش هولا رام تيجپانداس پانيدر (کتري) 1889ع ڌاري شڪارپور ۾ ڄائو. هن جو خاندان سنڌ جي مشهور ويدانتي شاعر ساميءَ جو پوئلڳ هو. سندس والد ٺهڪ رام درويش صفت انسان ۽ صوفي هو. هن جيئن ئي هوش سنڀاليو ته والد کيس هندو سنڌي اسڪول ۾ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ويهاريو. جتان هن فائينل پاس ڪئي. ان ڪانپوءِ پنهنجي والد سان واپار ۾ هٿ ونڊائڻ لڳو. هن جي والد جي دڪان تي صوفياڻي فڪر جي ماڻهن جون سدائين منڊليون متل رهنديون هيون. جنهن جو اثر هن جي طبيعت تي به پيو ۽ انهن ڪچهرين مان گهڻو لاڀ پرايائين. کيس تصوف جي چڱي چوکي ڄاڻ حاصل ٿي. هن سنڌي ٻوليءَ سميت هندي ۽ پارسيءَ ٻولين ۾ به مطالعو ڪيو. ڪتابن جو کيس انتهائي شوق هو. پنهنجي ذاتي لائبريري قائم ڪيائين. وٽانئس ڪيترائي شاگرد ۽ اهل ذوق ماڻهو علمي مسئلا معلوم ڪرڻ ايندا هئا. هن وٽ هر مذهب لاءِ هڪ جيترو احترام هو. هن پنهنجي ڌرمي عقيدي موجب روهڙي جي سنت ماستر "نيپراج" کي گرو تسليم ڪيو. هيءُ صوفي مت جو شاعر، ننڍي هوندي ئي شاعري ڪندو هو. ورهاڱي سبب هن جو خاندان هندستان لڏي ويو، پر هيءُ وري به سنڌ ۾ ئي رهيو. سندس ڪلام تي خاص ڪري شاهه عبداللطيف ڀٽائي، سچل سرمست ۽ ساميءَ جي فهم، فڪر ۽ فن جو گهرو اثر چٽيل نظر اچي ٿو. هيءُ لڙي ايندڙن کي ساميءَ جي بيتن جي شرح ٻڌائيندو هو. هي 1965ع ڌاري پنهنجي خاندان سان ملڻ لاءِ گانڌي ڌام نالي ڳوٺ، ڪڇ ۾ ويو، جتي 5 جون 1965ع تي وفات ڪيائين. هن جي شاعريءَ جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

حقيقت ۾ هڪ ٿيو خالق خلقڻهار.
هوت وسي هر جاءِ تي دلين جو ڏاتار.
جيڪي ڏسو جهان ۾ صاحب جو سينگار.
هندو مومن پارسي اکري آ اسرار.
هڪڙو پس مروار ته پورن پهچين پرين کي.
"پورن"

**پور بندر:** پُور بندر ۽ ڪڇ (ڀارت) ۾ هڪ شهر ۽ سامونڊي بندر جنهن ڪي حرف عام ۾ 'پُربندر' چوندا آهن. هيءُ وڏو مرڪزي بندرگاهه هو. سنڌ جا ماڻهو حج ڏانهن وڃڻ لاءِ پور بندر تان ٻيڙي يا غوراب ۾ چڙهندا هئا. انگريزن جي دور ۾ دُخاني جهاز هلڻ لڳا، تڏهن بہ پور بندر استعمال ٿيندو هو. پور بندر ميمڻ جماعت جو وڏو واپاري مرڪز هو. ڇاپخانا بہ هوندا هئا، اتر سنڌ جا ناشر پنهنجا ڪتاب لاهور ۽ امرتسر جي ڇاپخانن مان ڇپائيندا هئا، جڏهن بہ لاڙ (ميرپور بٺوري) جا مصنف ۽ ناشر پنهنجا ڪتاب پور بندر ۽ بمبئي مان ڇپائيندا هئا. سنڌي ڪتابن جي ڇپائي گهڻو ڪري ڪاٺياواڙي ميمڻن جي ڇاپخانن ۾ ٿيندي هئي. سنڌ جي سرتاج ۽ يگاني صوفي شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ پنهنجي ڪلام ۾ سُر سريراڳ ۾ پوربندر جو ذڪر ڪيو آهي.

سيد سات سندوم، پُربندر پهچائين!

**پوسٽنس، ٿامس:** ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي دؤر حڪومت جي نامياري ليکڪ. ڪئپٽن ٿامس پوسٽنس 1808ع ڌاري لنڊن ۾ جنم ورتو هن تعليم بہ اتي ئي حاصل ڪئي. جوانيءَ ۾ هي پنهنجي زال ميئيني پوسٽنس سان گڏجي سنڌ آيو 1829ع ۾ بمبئي جي پيادي فوج ۾ بطور ڪئپٽن شموليت اختيار ڪئي. ان دؤران سندس اسسٽنٽ سر هينري پاٽينجر هو. جيڪو ان دؤر ۾ سنڌ ۽ بلوچستان جو پوليٽيڪل ايجنٽ هو. هن 1839ع کان 1841ع تائين سنڌ ۾ خدمتون سرانجام ڏنيون. ان دؤران هن پنهنجي گهر واري ميرئيني پوسٽنس سان گڏجي سنڌ بلوچستان جي ڪنڊ ڪڙڇ جو سفر ڪيو ان سفر ڪي هن پنهنجي ڪتاب (Personal Observation on Sindh) ۾ بيان ڪيو آهي. جيڪو لنڊن مان 1843ع ۾ شايع ٿيو ۽ هن ڪتاب ڪي ٻيهر 1973ع ۾ ڪراچيءَ مان شايع ڪرايو ويو. جنهن ۾ سنڌ جي تاريخ جي مختلف واقعن بابت جاڻ، آبهوا، سماجي رسمن، زراعت، آبادي، ٽالپر حڪومت جي تعريف ۽ ٽالپر حڪمرانن جي چڱن مڙسن ۾ عبدالله خان ٽالپر جي تعريف ۽ سندس طرز حڪومت تي بہ پنهنجا مشاهدا پيش ڪيا آهن. جڏهن تہ سنڌ جو جاگيرداري نظام، سنڌ ڪي پسماندگيءَ ۽ قبيلائي جهيڙن جي جڙ، سنڌ جي فتح کان اڳ 1840ع کان 1843ع تائين جو احوال، 1838ع ۾ سنڌ مان انگريزن جي ڪابل تي چڙهائي، سنڌ جي قديم تاريخ جو جائزو اليگزينڊر جي فتح واري دؤر جي جاڻ، ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جو خانداني پسمنظر، سنڌ جي عام ماڻهن سان گفتگو سنڌ تي سنڌ نالو ڪيئن پيو. سنڌ ۾ فارسي ڳالهائيندڙ افغان فوجين وغيره جو ذڪر ڪيو ويو آهي. هن جي ڪتاب ۾ سنڌ جي قديم منظرن جي تصويرن ۾ سنڌ جي عورت جي تصوير، پلو مارينڌڙ مير بحر، اٺ تي چڙهندڙ بلوچ، سنڌي حقو اٺ وسيلي کوهہ مان پاڻي ڪڍڻ جو طريقو سنڌوءَ ڪناري ٻيڙيون، سيوهڻ شريف جو سنڌو ڪان نظارو سنڌي هاريءَ جي تصوير ٻنسري وڄائيندڙ بندوقون، تير ۽ ڪمان، تلوار ۽ ڍال وغيره شامل آهن. ان ڪان علاوه هن پنهنجي ڪتاب ۾ سنڌ جي زراعت جي حوالي سان لکيو آهي تہ "ڏکڻ سنڌ ۾ چانور ايتري انداز ۾ اپايا وڃن ٿا، جو ان ۾ ڪافي بچت ٿئي ٿي. اتر سنڌ ۾ خريف ۽ ربيع جا مکيہ فصل جوئر ۽ ڪڻڪ گهڻي انداز ۾ پوکبا هئا ۽ اهي اعليٰ درجي جا هوندا هئا." هن ڍل بابت لکيو آهي تہ زمين جي ڍل گهڻو ڪري جنس جي صورت ۾ وصول ڪئي ويندي هئي. جڏهن تہ سرڪار ڪي ڍل مان ڪل 80 لک روپيا ملندا هئا. ان ڪان علاوه هن سنڌ ۾ ٺهيل ٺڪر جي ٿانون، ڪاٺ مان ٺهيل سامان، عمارتن ۾ استعمال ٿيندڙ ڪاٺ جي بہ تعريف بيان ڪئي آهي. ان ڪتاب ڪان علاوه هن ڪيترائي سنڌ ۽ بلوچستان جي حوالي سان مضمون ۽ ڪتاب لکيا آهن.

**پوليس باغ لاڙڪاڻو:** هيءُ باغ لاڙڪاڻي شهر ۾ شاهي بازار جي اوله پاسي ڪان هو. باغ جي وچ ۾ هڪ عاليشان مينار ٺهيل هو جنهن ۾ وقت ڏيکارڻ لاءِ وڏو گهڙيال نصب ٿيل هو هي باغ لاڙڪاڻي واسين جو مشهور تفريح گاهه هو جتي شام جو ماڻهن جا ميلا لڳندا هئا. هي باغ ورهاڱي بعد آهستي آهستي پنهنجو اوج وڃائيندو ويو هن وقت هن باغ جو ڪو نالو نشان ناهي. هينئر باغ جي جاءِ تي لاڙڪاڻي جي مشهور بازار ڪينيڊي مارڪيٽ ناهي وئي آهي.

**پيار تان صدقي:** آر. ڪي فلمز پاران جاري ڪيل سنڌي پيشڪش تي مشتمل هيءَ فلم ايس. واءِ احمد جي هدايتڪاريءَ هيٺ ٺهي. فلم جا پروڊيوسر اي. رزاق ۽ اير، قاسم هئا. عڪاسي آغا امام جي هئي ۽ موسيقي غلام عليءَ ترتيب ڏني. فلم جي اداڪارن ۾ مشتاق چنگيزي، چڪوري، نرگس، عرفان، محبوب عالم، گل منير، رمضان ۽ اي. آر بلوچ ۽ ملڪ انوکو شامل هئا. هيءَ فلم شاليمار سئنيما حيدرآباد نشاط سئنيما سکر، نگار سئنيما لاڙڪاڻي ۾ پردي تي ڏيکاري ويئي. هيءَ فلم 1974ع ۾ رليز ٿي.

**پيار ڪيو سينگار (فلم):** سنڌ سائن فلمز جي پهرين پيشڪش تي مبني هيءَ رنگين سنڌي فلم جمعي 15 فيبروري 1974ع تي رليز ٿي. هن فلم جو هدايتڪار ۽ پروڊيوسر يوسف خان ۽ موسيقار غلام علي هو. فلم ۾ مشتاق چنگيزي، وسيم، عشرت چوڌري، دلاور شاهه، احمد علي، ملڪ انوکي، مشتاق جسڪاڻي ۽ ڪرن اداڪاري ڪئي. هيءَ فلم شاليمار سئنيما حيدرآباد، ايمپائر سئنيما لاڙڪاڻي، تاج محل سئنيما ڪراچي، ايلوئيٽ سئنيما حيدرآباد ۾ پردي تي ڏيکاري ويئي.

**پيار ۽ آزادي (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب سنڌ جي ناليواري مزاحمتي شاعر سرڪش سنڌيءَ جي شاعريءَ تي مشتمل آهي. هن ڪتاب ۾ سرڪش سنڌيءَ جا غزل، نظم، آزاد نظم ۽ وايون ڏنل آهن. هن ڪتاب ۾ سرڪش سنڌيءَ جي ڪيتري ئي اهڙي شاعري ڏنل آهي، جن




قومي گيتن ڪي عوام ۾ ڪافي پذيرائي مليل آهي، "زبان رت سان پري پئي آ" سميت ڪيترائي اهڙا شاهڪار نظم هن ڪتاب ۾ شامل آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ "جيڪا سمجهي مون" جي عنوان سان سرمد چانڊئي لکيو آهي، جڏهن تہ ڪتاب جي بيڪ ٽائيٽل تي مهان ڪوي شيخ اياز جو تاثر ڏنل آهي، هي ڪتاب سنڌ ڌرتيءَ جي ناليواري شاعر استاد بخاريءَ کي ارپيل آهي. ڊيمي سائيز جي 290 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب ڪي 1993ع ۾ چانڊڪا پبليڪيشن لاڙڪاڻي پاران ڇپرائي پڌرو ڪيو ۽ هن ڪتاب جي قيمت 50 روپيا آهي.

**پياري پيغمبر ﷺ جون پياريون گهر واريون (ڪتاب)**: هيءُ ڪتاب عبدالرحمان جتوئي ۽ عبدالجبار 'عبد' گڏجي لکيو آهي، جو سنڌي ساهت سوسائٽي سنڌ شڪارپور لاڙڪاڻي پاران 2000ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. ڪتاب جو مقدمو ڊاڪٽر گل حسن سينار ۽ پيش لفظ عبدالجبار 'عبد' جا لکيل آهن. جڏهن تہ 'پنهنجي طرفان' جي عنوان سان سوسائٽيءَ جي صدر غلام مصطفيٰ مشتاق جا تاثرات آهن ۽ علي اڪبر اسير قريشي جي تفريظ پڻ شامل آهن. هن ڪتاب ۾ نبي ڪريم ﷺ جي پاڪ گهرواريون: (1) ام المومنين حضرت بي بي خديجة الڪبريٰ ؓ، (2) ام المومنين حضرت بي بي عائشہ صديقہ ؓ، (3) ام المومنين حضرت بي بي سوده ؓ، (4) ام المومنين حضرت بي بي حفصہ ؓ، (5) ام المومنين حضرت بي بي زينب بنت خزيمہ ؓ، (6) ام المومنين حضرت بي بي ام سلمہ ؓ، (7) ام المومنين حضرت بي بي زينب بنت حَبش ؓ، (8) ام المومنين حضرت بي بي جويريہ بنت حارث ؓ، (9) ام المومنين حضرت بي بي ام حبيبہ ؓ، (10) ام المومنين حضرت بي بي صفيہ ؓ، (11) ام المومنين حضرت بي بي ميمونہ ؓ، (12) ام المومنين حضرت بي بي ريحانہ بنت شمعون ؓ ۽ (13) ام المومنين حضرت بي بي ماريہ قبطيہ ؓ جي سيرت پاڪ نهايت ادب ۽ احترام سان لکي ويئي آهي.

**پياسي نظر چانڊيو**: ناليواري شاعر پياسي نظر چانڊيي جو جنم پهرين جنوري 1978ع تي خيرپور ناٿن شاهہ ضلعي دادو ۾ ٿيو. مئٽرڪ خيرپور ناٿن شاهہ مان 1986ع ۾ ڪيائين. وڌيڪ تعليم حاصل ڪري نہ سگهيو. شاعريءَ ڏاهن سندس لاڙو 1990ع ڌاري ٿيو. مختلف سنڌي رسالن، اخبارن ۾ سندس شاعري ڇپجندي رهندي آهي، روزگار سانگي جده، سعودي عرب هليو ويو جتي وطن سان محبت جو اظهار شاعريءَ ذريعي ڪيائين. 1993ع ۾ قومي فنڪار سرمد سنڌي حج لاءِ سعوديءَ ويو جتي سندس ملاقات



پياسي نظر سان ٿي، آخر تائين ٻنهيءَ جي دوستي قائم رهي، سرمد سنڌيءَ نظر چانڊئي جا ڪيترائي گيت "تنهنجي دل مونسان" سميت ڳائي ڪيس سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين مقبول/مشهور ڪيو. نظر چانڊيي پاڻ سان رڇايل رهاڻ ۾ مزاحمتي شاعر سرڪش سنڌيءَ کان شاگرديءَ جو سگهو ڀڏايو هيءُ جدي ۾ سنڌي نوجوانن جي هڙان وڙان مدد ڪري ڪين روزگار ڏياريندو رهي ٿو جدي ۾ سنڌي ادبي سنگت جو الحاق ولي سنڌي شاعرن ڪي هڪ پليٽ فارم تي گڏ ڪيائين. کيس اهو اعزاز حاصل آهي تہ هن جدي ۾ سنڌي ادبي سنگت جو پهريون الحاق ورتو سندس شاعري سرمد سنڌي، احمد مغل، ماروي سنڌو، ساگر سنڌي سميت مڙني فنڪارن ڳائي خوب داد حاصل ڪيو آهي. سندس شاعريءَ جو هڪ ڪتاب "ڏوتيئڙن جو ڏيهہ" 2001ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو هيءُ هن وقت جده شهر ۾ رهي ٿو.

**پيراڻو (لوڪ گيت)**: هيءُ گيت پير پٿوري جي ساراهہ ۾ ڇيو ويندو آهي. ان ڪانسواءِ ڪنهن ٻئي جي تعريف ۾ چئي نٿو سگهجي. هيءُ گيت سنڌ جي مينگهواڙ قبيلي ۾ رائج آهي، ڇاڪاڻ تہ مينگهواڙ ان درگاهہ جا مريد آهن. ساليانو ميلي (ٻڌي مهيني جي پهرين تاريخن) جي موقعي تي مينگهواڙ زيارت لاءِ اتي وڃن ۽ سندس ساراهہ ۾ گيت چون. هن لوڪ گيت جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

رکيا سنيريا ماڙي تي، ماڙي سڃي سون جهرڪو لايو

آهي اسان جو پير

اسان ڪي سُمريا سڏ ڏي، سو آهي اسان جو پير

آهي اسان جو پير

مريد هليا پڙ ۾، لال پڙ اچي پولي ڇانيو

آهي اسان جو پير

**پيراڻو فقير تڙت**: اتر سنڌ جو مشهور سگهڙ پيراڻو فقير تڙت 1936ع ڌاري علي مدد تڙت جي سانگي (ٽريچاڻي شريف) تعلقو پنو عاقل ضلع سکر ۾ پيدا ٿيو. ننڍي هوندي کان ئي سندس شوق سگهڙن جي ڪچهرين سان هو ان ڪري هن علائقي جي ويجهو ڳوٺ ڊبر جي رهواسي اعليٰ پائي جي سگهڙ استاد علي شير جاگيراڻيءَ جي شاگردي اختيار ڪئي جنهن وٽان لوڪ ادب جا نڪتا سکيائين. استاد جي روايتن کي قائم رکندي سگهڙن واري فن سان مالا مال ٿيو سڀ کان اول ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي مشهور پروگرام "فتح خان جي ڪچهري" ۾ حصو ورتائين. ان دوران ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ سان واقفيت ٿيس، جنهن سان سندس رهاڻيون پڻ ٿيون، جيئن پاڪستان ٽيليوزن ڪراچي طرفان سنڌي جا پروگرام شروع ٿيا تہ عبدالڪريم بلوچ ۽ مشهور ڪمپيئر سيد صالح محمد شاهہ جي نگرانيءَ ۾ هلندڙ پروگرام ڪچهري جي مختلف پروگرامن ۾ حصو ورتائين ۽ پنهنجا بيت پيش ڪيائين. هو اڪثر سنڌ جي مختلف شهرن ۾ ٿيندڙ ڪچهرين ۾ پڻ حصو وٺندو رهيو. جنهن جي مڃتا ۾ ان کي "ڀٽائي اوارڊ ۽ قلندر اوارڊ" سان پڻ نوازيو ويو ڳوٺ ڊبر ۾ لڳندڙ ميلي "ميان جلال" ۾ هر سال ميزباني جا فرائض سرانجام ڏيندو رهيو. جڏهن ريڊيو پاڪستان خيرپور وجود ۾ آيو تہ هن کي پروڊيوسر جهانگير قريشي ريڊيو پاڪستان خيرپور تان هلندڙ پروگرام "سهڻي ڌرتي" ۾ دعوت ڏني، جتي ان مختلف وقتن تي پنهنجي سگهڙائپ جا بيت پيش ڪيا. پيراڻي فقير جي سڃاڻپ نہ صرف هڪ سگهڙ جي حيثيت ۾ آهي پر هو هڪ سلو شاعر پڻ هو 'سندس ڪلام مختلف فنڪارن جهڙوڪ استاد رسول بخش ابڙو ۽ عبدالرحيم ميراڻي وغيره ڳايا' ليڪن سندس شهرت يڪتاري ۽ ڇيڙي جي بي تاج بادشاهہ "جلال چانڊئي" جي ڳايل ڪلام ڪئي جنهن جا ٻول اڄ بہ مختلف ماڻهن جي زبان تي موجود آهن.

"مڪڻ جهڙا مور ماڻهو ڪل تہ منهنجي دل نُري"

انهن ٻولن جي ڌن ايتري تہ بهترين ۽ من موهيندڙ هئي جو بعد ۾ ڪيترن ئي شاعرن پنهنجا ڪلام ان ڌن تي جوڙيا ۽ انهن کي مختلف فنڪارن ڳايو.

پيراڻي فقير پنهنجي پليان ڪوڙ سارا شاگرد ڇڏيا، جن مان سندس پٽ بخشڻ فقير تڙت، محمد بخش تڙت، حيات فقير جاگيراڻي ۽ غوثل ميراڻي وغيره مشهور آهن. جن جو شمار بہ سنڌ جي سٺن سگهڙن ۾ ٿئي ٿو. هو پڙهيل لکيل ڪو نہ هو تنهنڪري پنهنجو في البديهہ شعر پنهنجي ڳوٺ جي ماڻهن کان لکرائيندو هو جنهن ۾ ان جي مدد ڪندڙ حاجي عبدالڪريم جتوئي ۽ استاد عبدالغفار جتوئي اهم آهن. ان جو لکيل قلمي

مواد سندس شاگرد غوثل ميراثي هنگوري واري وٽ موجود هو سنڌ جو هي پلوڙ سگهڙ پنهنجي زندگي جا رنگ چٽيندي 9 محرم الحرام 2009ع تي وفات ڪري ويو.

**پير تاجو (قبرستان)**: ٻني عاقل تعلقي جي ڳوٺ پيلار پرسان نيشنل هاءِ وي لڳ واقع پير تاجو هڪ مشهور قبرستان آهي. هن قبرستان جي وچان ريلوي لائين گذري ٿي. ريلوي لائين جي ڏکڻ طرف لڳ ڀڳ پير تاجي جو مقبرو آهي. فقير تاجو پنهنجي وقت جي عارف ۽ ڪامل بزرگ ميان دائم سلطان انڙ جو خاص خدمتگار هو. ميان دائم سلطان، انڙ قبيلي جي خضراڻي پاڙي مان هڪ وڏو ناليوارو بزرگ ٿي گذريو آهي. روايت آهي ته سندس هيٺيون ڌڙ ڪمزور هو جنهن لاءِ کيس ڏوليءَ ۾ کڻي هلندا هئا. چار ماڻهو سندس خدمت ۾ ڏولي کڻڻ لاءِ هر وقت حاضر رهندا هئا. تن ۾ چنو چاچڙ، تاجو پيلار، سچل انڙ ۽ شهيد محمد حسين انڙ پيش پيش هئا.

بزرگ وفات جي وقت پنهنجي چئني مذڪوره خادمن ڪي دُعا ڪئي. سندن دُعا بارگاهه الاهي ۾ مقبوليت جو شرف حاصل ڪيو ۽ فقير تاجو پيلار ولايت جي درجي تي وڃي رسيو. سندس زيارت گاهه اڄ به مرجع خلائق آهي. هن قبرستان ۾ ٻُلا، پيلار، چاچڙ ۽ ٻين ذاتين جا ماڻهو مدفون آهن. ٻُلا قبيلي جا نامور فرد سردار محمد مراد خان ٻُلو، محمد حسن خان ٻُلو ڊي. آءِ جي شهيد عبدالعزيز خان ٻُلو ۽ ناليوارا استاد حاجي جان محمد ٻُلو استاد محمد بخش ٻُلو به هن قبرستان ۾ هميشه لاءِ آرامي آهن.

**پير جو ڪنب**: هيءَ ماڳ تعلقي قنبر ديهه ڪوهستان جي ستيا نئن ۾ واقع آهي. هنن پهاڙين تي هرڻ نما جانورن جون تصويرون اڪريل مليون آهن. ياٺنجي ٿو ته هتي جانورن جو شڪار ڪيو ويندو هو انهن مان اها به خبر پوي ٿي ته آڳاٽي قوم فن مصوري ۽ شڪار ۾ به خاصي مهارت ۽ دلچسپي رکندي هئي، هي به تمام قديمي ماڳ آهي. هن ڪنب ۾ ستا نئن جو پاڻي جمع ٿئي ٿو.

**پير سائين پاڳاري جا خطاب (ڪتاب)**: هيءَ ڪتاب سيد شاهه مردان شاهه (ثاني) پير سائين پاڳاري جي 117 روحاني ۽ اصلاحي خطابن تي مشتمل آهي، جيڪي پاڻ درگاهه شريف تي زيارتن، دعوتن ۽ ٻين موقعن تي حرجماعت کي خطاب ڪيائين. هن ڪتاب کي فقير مشتاق احمد ۽ فقير شاهنواز نظاماڻي سهيڙي سنواري 1431هه/2010ع ۾ "حر هسٽاريڪل سوسائٽي سانگهڙ سنڌ" طرفان پڪي جلد سان شايع ڪرايو آهي. چار رنگي ٽائيٽل جي ڪتابت فيض محمد پتافي سڪندريءَ جي ٺيل آهي. 295 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 250 رپيا آهي.




**پير سجاول شاهه جو ميلو**: پير سيد سجاول شاهه جو ساليانو ميلو 25 کان 28 رجب تي ڳوٺ فتح پور تعلقي ڪوٽڏيجي ضلعي خيرپور ۾ ڏاڍي ڌام ڌوم سان ملهايو ويندو آهي. هن ميلي ۾ قرآن خواني، مجلس عزا، راڳ رهاڻ، قوالي ۽ محفل موسيقيءَ جو اهتمام ڪيو ويندو آهي، جنهن ۾ ريڊيو ۽ ٽي وي جا نامور فنڪار پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا آهن. هن ميلي ۾ مختلف اسٽال سجايا ويندا آهن، جن تي انعام پڻ ڏنا ويندا آهن. ان کان علاوه ٻلن ڏڳن ۽ گهوڙن جي ڊوڙ جا انعامي مقابلا پڻ ٿيندا آهن. هن ميلي ۾ سڄي سنڌ مان هزارن جي تعداد ۾ مريد ۽ عقيدتمند ايندا آهن، جن ۾ لنگر به تقسيم ڪيو ويندو آهي. هيءَ ميلو ضلعي خيرپور وارن ماڻهن جي لاءِ تفريح جو بهترين ذريعو آهي.

**پير عالو (ڳوٺ)**: هي ڳوٺ وارهه تعلقي ۾ قديمي ماڳ جي حيثيت سان سڃاتو وڃي ٿو. هن ڳوٺ ۾ عالو نالي هڪ سنڌي سورهيه جي قبر آهي جيڪو سمن جي دور ۾ ارغونن سان وڙهندي شهيد ٿيو هو. عالو شهيد ذات جو ٻجيراڻي چانڊيو هو، جنهن جي نالي سان هتي ڳوٺ آباد ٿيو.

**پير غلام جيلاني شاهه نورائي**: پير غلام جيلاني شاهه نورائي، 10 مئي 1946ع تي درگاهه نورائي شريف ضلعي حيدرآباد ۾ سيد زين العابدين شاهه جي گهر ۾ جنم ورتو. پاڻ عربي، فارسي پڙهي فاضل بڻيو ۽ ديني خدمت ڪرڻ لڳو. سندس والد زين العابدين شاهه پنهنجي دؤر ۾ لاڙ پٽ جو مشهور شاعر ٿي گذريو آهي، سندس "زينل" تخلص هو. جيتوڻيڪ هن جيلاني خاندان جو مرڪز اصل درگاهه نورائي شريف ضلعي حيدرآباد ۾ آهي پر پير غلام جيلاني 1984ع ۾ درگاهه نورائي شريف تان هجرت ڪري، مڪلي ضلعي ٺٽي ۾ "خانقاه عاليه قادريه جيلانيه" جيلاني هائوس مڪليءَ جو بنياد رکي، اتي ذڪر اذڪار، فڪر فيض ۽ علمي ادبي محفلون مچايون. سندس مريدن جو وڏو حلقو آهي پاڻ سنڌ جي مشائخن کي گڏ ڪري، ديني اصلاحي ڪم جي ڀرپور ڪوشش ڪري رهيو آهي. هن وقت پاڻ جمعيت مشائخ اهلسنت سنڌ جو سرپرست اعليٰ آهي ۽ پاڻ بهترين شاعر به آهي. سندس سعيي سان خانقاه عاليه قادريه جيلانيه مڪليءَ تي وڏي پيماني تي ديني پروگرام ميلاد، يارهين ۽ مشاعرا به ٿيندا آهن. جن ۾ پري پري کان ڪيترائي مريد، عقيدتمند، اديب ۽ شاعر حاضري ڀريندا آهن. پير غلام جيلاني سهڻي سائين جي روحاني دؤر جو همعصر ليکيو وڃي ٿو.

**پير فاضل شاهه قريشي بکيرائي**: پير فاضل شاهه بکيرائي نامور صوفي ولي ٿي گذريو آهي. هي شيخ بهاءُ الدين زڪريا ملتاني جي اولاد مان هو ۽ ڏهين صدي هجريءَ جي شروعات ۾ بُکيرن جي ڳوٺ، سنڌ ۾ اچي رهائش پذير ٿيو. بکيرن جي ڳوٺ ۾ بُکيرا ذات سان واسطو رکندڙ ماڻهو رهندا هئا. پير فاضل شاهه جي آمد وقت هتان جو زميندار ارباب شير بيگ بکيرو هو، جيڪو هن جو معتقد بڻيو. جنهن جي قبر هڪ مسجد جي اڳڻ ۾ آهي. 'تحفة الڪرام' ۾ لکيل آهي ته: "پراڻ درياهه جي ڪناري تي آمري وٽ هڪ وڻ هوندو هو، جنهن جي ٿڙ ۾ هڪ سوراخ هو. ان سوراخ مان اهوئي ماڻهو نڪري سگهندو هو، جيڪو پاڪ صاف ۽ باوضو هوندو هو. هي وڻ شيخ بهاءُ الدين ملتانيءَ سان منسوب هجڻ ڪري اتي ملتاني سلسلي جا فقير گڏ ٿيندا هئا، پر پوءِ مخدوم نوح رحه جي خادمن ان تي قبضو ڪيو ۽ ملتاني فقيرن جي اثر کي ختم ڪيو. جنهن تي ملتاني فقير شيخ بهاءُ الدين ذڪريا جي درگاهه تي فريادي ٿيا. ان جي نتيجي ۾ پير فاضل شاهه قريشيءَ کي سنڌ طرف هجرت جو حڪم مليو."

پير فاضل شاھ جيئن ئي بکيرن ۾ اچي رهيو تہ سنڌ جو ملتان سان گهرو تعلق جڙي ويو. ملتاني جماعتون بکيرن ۾ قيام پذير ٿي پوءِ ئي ملتان وينديون هيون. ان وقت اها چوڻي مشهور ٿي تہ: ’جيڪو بکيرا ناهي ويو ان جو ملتان وڃڻ بہ بيڪار‘ اجا تائين بہ ملتان جا پير سنڌ ايندا آهن تہ بکيرا ضرور ويندا آهن. پير فاضل شاھ قريشي بکيرائي سموري زندگي سنڌ ۾ گذاري ۽ هتي تصوف جو پرچار ڪيائين. هن 14 رجب 976ھ/ 2 جنوري 1569ع ۾ وفات ڪئي. سندس مقبرو بکيرن ۾ آهي. اولاد نہ هجڻ جي ڪري سندس وصيعت مطابق هن جي عزيز شيخ شهرالله قريشيءَ کي گادي نشين بڻايو ويو.

**پير ڪامل قريشي**: پير هارون عرف ڪامل قريشي، عبدالله شاھ گودڙئي جو رفيق ۽ قلندر لعل شهباز جو خليفو هو. روايت آهي تہ ڪامل جو خطاب قلندر لعل شهباز کان عطا ٿيس ۽ پير ڪامل لاءِ قلندر لعل فرمايو تہ:

’اي هارون قريشي هنوز شما ڪامل ’شدي‘

يعني: ’هارون قريشي هاڻي اوهان ڪامل آهيو‘. هارون قريشي ڪرامتن وارو بزرگ ۽ اولياءَ ٿي گذريو آهي. عقيدتمندن وٽان روايت آهي تہ بدام ڏنڊ ۾ جڏهن بہ ٻوڏ ايندي آهي تہ ان ٻوڏ جو پاڻي سموري قبرستان کي ٻوڙي ڇڏيندو هو پر سندس قبر پاڻيءَ جي سطح کان مٿي ٿيندي ويندي هئي. هي بزرگ 1282ع ۾ وفات ڪري ويو. سندس قبر ضلعي قنبر شهدادڪوٽ جي بدام ڏنڊ جي ويجهو سندس نالي پٺيان قائم قبرستان ۾ آهي. هن قبرستان ۾ ان کان علاوه ٻيا بہ ڪيترائي بزرگ مدفن آهن.

**پير گل شاھ غازيءَ جو ميلو**: پير گل شاھ غازيءَ جو ساليانو ميلو 25 کان 28 رجب تي ڳوٺ فتح پور تعلقي ڪوٽڏيجي، ضلعي خيرپور ۾ وڏي ڌام ڌوم سان ملهايو ويندو آهي. هن ميلي ۾ قرآن خواني، مجلس عزا، راڳ رهاڻ، قوالي ۽ محفل موسيقي جي محفل رچائي ويندي آهي، جنهن ۾ ريڊيو ۽ ٽي ويءَ جا فنڪار پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا آهن. ان کان علاوه ميلي ۾ ملاکڙو بہ ٿيندو آهي، جنهن ۾ اتر ۽ لاڙ جا ملھ پهلوان حصو وٺندا آهن. ميلي ۾ مختلف شين جا اسٽال پڻ سجايا ويندا آهن. جن تي انعامي مقابلو رکيو ويندو آهي. هن ميلي ۾ چوپائي مال جو وڏي پيماني تي واپار ٿيندو آهي. هن ميلي ۾ هزارن جي تعداد ۾ آيل مريد ۽ عقيدتمند ايندا آهن، جن ۾ لنگر بہ تقسيم ڪيو ويندو آهي. هي ميلو ضلعي خيرپور وارن جي لاءِ تفريح جو بهترين ذريعو آهي.

**پير ڳوٺ شڪارپور**: هيءُ ڳوٺ پير ڳوٺ جي نالي سان شڪارپور کان پنجن ميلن جي فاصلي تي سنڌ واهہ جي ڪپ تي آباد آهي. جڏهن حضرت پير خواجہ غلام محي الدين سرهندي رح پنهنجي خاندان 1221ھ/1806ع ۾ پيهر سنڌ ۾ اچي رهائش اختيار ڪئي تہ سنڌ جي ميرن سندس گهڻي عزت ڪئي ۽ کيس ڪيترائي ايڪڙ زمين جاگير طور ڏني. يعني هيءُ ڳوٺ بہ سرهندي بزرگن جو ٻڌايل آهي. خواجہ غلام محي الدين جو هڪ فرزند حضرت پير فدا محي الدين رح وفات 1262ھ پنهنجي جاگير واقع پير ڳوٺ ۾ رهندو هو جتي سندس مزار تي عاليشان مقبرو جڙيل آهي. ان کان علاوه هتي مسجد شريف پير محمد اشرف جان سرهندي نقشبندي موجود آهي، جيڪا هن وقت زبون حالت ۾ آهي، پر فن تعمير جو نادر نمونو آهي. خواجہ امير حيدر سرهندي ۽ ٻين بزرگن جون مزارون آهن. حقيقت ۾ هيءُ ڳوٺ عوام ۽ خاص لاءِ زيارت گاھ آهي.

**پيرل سومرو**: محمد پيرل ولد ساتي (ٽيون) سومرو ڳوٺ ڏاران پور ۾ 1182ھ / 1762ع ڌاري احمد شاھ ابداليءَ جي دؤر ۾ شاھ عبداللطيف رح جي وفات کان 10 سال پوءِ پيدا ٿيو. پنهنجي شاعري ۾ ’پيرل‘ تخلص استعمال ڪيو آهي. هي ساتي (اول) جي خاندان مان هو، جنهن جي نالي پٺيان ساتاڻي پاڙو سڏبو اچي ٿو سندس وفات کان اٺ سال اڳ، 49 سالن جي ڄمار ۾ 1820ع ڌاري راھ رباني ورتائين. سندس ڪجھ بيت مليا آهن. هڪ تہ مڪمل بيت آهي، پر بہ بيت الف اشباع واري ٽيڪنڪ تي آهن. هن جا ٽي بيت مليا آهن، جيڪي هن پنهنجي پيءُ جي وفات تي چيا آهن. جنهن ۾ هن پنهنجي دلي جذبن جو اظهار ڪيو آهي. اهي بيت هن طرح آهن.

1. ساتي مئين ساجهر، جو ڪيئہ سڏا الله،
ادا سنگتي ڪونہ ٿيئہ، جو هيڪلن ساٿا الله،
پونگيون ناهيون يار بهشت ۾، اتي مليسا الله
سلامن ساڻ يار ’پيرل چئي لڏيندا سين لڏسا الله.

2. وڃڻ وايون ڪن، هلڻ هاٿا سپرنيا،
سوڙهي گهٽي هٿا سڄڻا، مونکي گونگا ٿي م گڏيا،
ماڻهن جي مهلاز کان مون کي ڳالَوَ ڪين لڳا
’پيرل‘ اهو سانگوئي ٻل، جيڪي سانگ لڏايا سڄڻا.

3. سڪر بکر شهر جا نهاريم سڀ سير،
يائن يڳو پيرو، منهنجن ادن ڪيم اوير،
هيءَ نہ هيءَ ويس، پيرل اڄ سڀ نهاريم سڄڻا

(تعلقي لکيءَ جي شاعرن ۽ اديبن جو جائزو‘ (قلمي) ايم. اي سنڌي فائنل 1987ع- شاھ عبداللطيف يونيورسٽيءَ خيرپور لاءِ لکيل مونوگراف ليکڪ: محمد شريف شاد سومرو، ص: 38).

**پيرل شاھ بخاري**: سيد پيرل شاھ بخاري ولد سيد علي شاھ بخاري ٻيو ڊسمبر 1898ع ۾ ڪوٽڙيءَ ۾ ڄائو. هُن 1916ع ۾ سنڌي فائنل پاس ڪيو عربيءَ ۽ فارسيءَ جي تعليم ڳوٺ جهلي ڪلواڙي ۾ استاد مولوي دين محمد سومري وٽ حاصل ڪئي. سيد پيرل شاھ ڪجھ وقت سرڪاري ملازمت بہ ڪئي. سيد پيرل شاھ جي رهائش، جهلي ڪلواڙي جي پرسان ڳوٺ سهڪجي ۾ هئي. پاڻ بلند پايہ شاعر هو. پنهنجي مرشد سخي اشن شاھ جي صحبت ۾ رهي شاعري ڪرڻ شروع ڪيائين. سندس ڪلام صوفيانہ آهي، جنهن ۾ بيت، ڪلام، سہ حرفيون، وايون ۽ ڪافيون وغيره آهن. پاڻ سنڌي ۽ سرائيڪي ۾ شاعري ڪئي اٿس. سندس 350 ڪلام، پنج سہ حرفيون، 30 اکري ۽ 430 بيت مختلف سرن ۾ سندس پونئرن وٽ موجود آهن. جي معرفت جا بيش بها موتي آهن. سيد پيرل شاھ راڳ رنگ جو بہ ماهر هو. پاڻ ڪلاسيڪل جو بہ ڄاڻو هو پنهنجا خيال ۽ ترانا ناهيائين ۽ سهڻي ۽ مٺڙي آواز ۾ موسيقي ڳائيندو بہ هو. مثال طور: راڳ پيروي تي:

راڳ پيروي: ترنم- تلاني- ترنم تلاني،
تـوم، تـوم- تـوم- تـوم-
تـرڪ ڏا- تـرڪ ڏا- ڌم ۾

سيد پيرل شاهہ بخاريءَ ڊسمبر 1959ع ۾ وفات ڪئي. سندس مزار سهڪجي ۾ آهي ۽ سندس پرپر، سندس فرزند سيد علي شاهہ ٽئين جي مزار بہ آهي. سندس ڪلام ڪي سندس ٽيون نمبر فرزند سيد جڙيل شاهہ بخاري ترتيب ڏنو آهي جيڪو جلدن جي صورت ۾ وٽس موجود آهن. سيد پيرل شاهہ کي پنجن فرزندن، 1. علي شاهہ، 2. احمد شاهہ عرف بلا شاهہ، 3. جڙيل شاهہ، 4. محسن شاهہ ۽ 5. غلام حيدر شاهہ جو اولاد آهي، جن مان علي شاهہ ۽ محسن شاهہ وفات ڪري ويا آهن. سيد پيرل شاهہ جي مريدن ۾ آندل فقير ڳوٺ بيڪاري ۽ فقير گل محمد پٽو وغيره مشهور آهن.

**پير مٺا سائين** (حضرت خواجہ محمد عبدالغفار): حضرت خواجہ عبدالغفار المعروف پير مٺا سائين ضلعي ملتان جي شهر جلالپور پير والا پرسان هڪ ننڍڙي ڳوٺ لنگر شريف ۾ جنم ورتو. سندس خاندان علمي ۽ ادبي گهراڻو هو. سندس وڏن مان ڪيترا عالم ٿي گذريا هئا. سندس نسلي سلسلو پير چنڙ جي پاءُ محمد اويس رحمة الله سان ملي ٿو جنهن جو اولاد چنڙ قبيلي سان مشهور آهي. پير مٺا سائين اهلبيت جو وڏو عالم هو. نقشبندي قادري چشتي ۽ سهروردي سلسلن جو تاجدار هو. ڪيس پنهنجي مرشد حضرت فضل علي قريشيءَ سان گهڻي عقيدت ۽ محبت هوندي هئي. هن تبليغ دين لاءِ سنڌ ڌرتيءَ تي فضلي، نقشبندي، مجددي فيض عام ڪرڻ لاءِ پنهنجي مرشد کان اجازت وٺي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ اصلاح شروع ڪيو. سنڌ جي شهرن، ٽوڙي ڳوٺن ۾ پنهنجا مرڪز قائم ڪيائين. هن طرفان قائم ڪيل بيشمار ديني تبليغي مرڪز سندس فيض ۽ محنت جو مثال آهن. هن وقت سندس 140 خليفا آهن. جيڪي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ديني خدمتون سرانجام ڏيئي رهيا آهن. پير مٺا سائينءَ شاعري پڻ ڪئي آهي، جنهن ۾ حمد و نعت، مناجات، منقبت شامل آهن. پاڻ پنهنجو آخري آستانو لاڙڪاڻي شهر جي محلي رامپور ۾ قائم ڪيائين. جيڪو بعد ۾ رحمت پور بڻجي ويو. 58 سالن جي ڄمار ۾ 1384هہ مطابق 1964ع ۾ وفات ڪيائين. هر سال 8 شعبان تي سندس درگاهہ رحمت پور ۾ ساليانو عرس ٿيندو آهي.

**پير محاولي جو ميلو**: نامياري بزرگ پير محاولي شاهہ جو ساليانو ميلو شعبان مهيني جي 22، 23 ۽ 24 تي ضلعي نوابشاهہ، تعلقي سڪرنڊ جي شهر صابو راهو کان 2 ڪلوميٽر اولهہ طرف ايوڙو لاڪو ۾ وڏي ڌام ڌوم سان ملهايو ويندو آهي. هن ميلي جي پهرين ڏينهن گادي نشين پير غلام مصطفيٰ شاهہ مزار تي چادر چاڙهيندو آهي. هن ميلي ۾ مختلف شين جا دڪان سينگاريا ويندا آهن جڏهن تہ والي بال ٽورنامينٽ، پلن ڏڳن جي ڊوڙ ۽ ملاکڙي ۾ پهرئين، ٻئين ۽ ٽئين جوڙ جي ملهہ پهلوانن ۾ انعامي مقابلا پڻ ٿيندا آهن. هن ميلي ۾ راڳ رنگ جي محفل پڻ رچائي ويندي آهي، جنهن ۾ سنڌ جا مشهور فنڪار حصو وٺندا آهن.

**پير محمد شاهہ، فقير**: سنڌ جي مشهور عالم، مبلغ پير محمد شاهہ جو تعلق بدين جي سيد خاندان سان هو هن سنڌ ڪي دين اسلام جي تبليغ سان منور ڪيو ۽ ڪافي غيرمسلمن ڪي اسلام ۾ آندو. اُن وقت جي حاڪمن (انگريزن) جي ڪابہ پرواهہ نہ ڪندي پيغام ڦهلائيندو رهيو انگريز سرڪار خلاف جهاد ڪيائين، هن بزرگ تي انگريزن پاران گهڻو دٻاءُ وڌو ويو پر هي ڪڏهن بہ ظالم اڳيان نہ جهڪيو پير محمد شاهہ فقير برصغير جي مسلمانن، سنڌ جي مسلمانن جي سياسي، سماجي و اقتصادي حقن لاءِ وڙهندو رهيو. فقير پير محمد بدين جي درگاهہ جو سجاده نشين ۽ لاڙ جو مشهور درويش هو هي اڪثر ڏهاڙ ۽ چاليها ڪڍندو هو. فقير پير محمد، خدا رسيده ۽ عالم شخص هو سنتِ رسول الله جي پيروي ڪندڙ هن بزرگ 22 مارچ 1900ع ۾ وفات ڪئي.

**پير معصوم شاهہ جو ميلو**: پير معصوم شاهہ جو ميلو هر سال 23، 24 ۽ 25 ربيع الاول تي پان سيدآباد ۾ ڌام ڌوم سان ملهايو ويندو آهي. هن ميلي ۾ ملاکڙو ٿيندو آهي، جنهن ۾ نامور پهلوان حصو وٺندا آهن. هن ميلي ۾ ملاکڙي کان علاوه واپار، پلن ڏڳن ۽ گهوڙن جي ڊوڙ مقابلو مختلف شين جا اسٽال، راڳ رنگ جي محفل ۽ ثقافتي شو پڻ ٿيندا آهن.

**پيرو محمد سائل**: پيرو محمد سائل هالائيءَ 19 فيبروي 1884ع تي جنم ورتو. ابتدائي تعليم قرآن شريف پڙهي پوري ڪيائين. ان کانپوءِ لائق استادن وٽ پڙهيو ۽ قرآن شريف جو حافظ ٿيو. سندس ديني استاد مولانا حسين احمد مدني هو. پيرو محمد سائل نہ رڳو اعليٰ صفت بزرگ هو، پر قومي خدمتگار جي حيثيت سان بہ سندس خدمتون قابلِ تحسين آهن. تحريڪ خلافت ۾ هن سنڌ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. ان خلافت جي تحريڪ دوران ڪيس جيل بہ اماڻيو ويو. پيرو محمد سائل هالائي قومي درد رکندڙ قومي خدمتگار بلند پايہ شاعر بہ هو. سندس قلم ۾ جادو هو سندس شاعري اسلامي ۽ ديني آهي، جنهن ۾ سلاست، فصاحت، بلاغت ۽ نزاڪت جون خوبيون نظر اچن ٿيون. هن 1959ع ڌاري وفات ڪئي.



# ج

**جاڳا رمضان شريف جا** (ڪتاب): هي ڪتاب ٺٽي جي نامور شاعر سيد محمد زمان شاهه رضوي المهدوي ساقيءَ جو تصنيف ڪيل آهي، هن ڪتاب ۾ رمضان المبارڪ جي مهيني جي آمد کان الوداع تائين جا نظم آهن. انهن جاڳن ۾ سمهڻ بجاءِ بهتر عبادت جي تلقين، روزي رکڻ، روزي جون خصوصيتون، شب قدر ۽ آخري جاڳو رمضان المبارڪ جي آخري جمعي بابت آهي. هي ڪتاب سيد زمان شاهه ساقي جي اولاد مان سيد مرزان شاهه رضوي المهدوي پنجتني اماميه الڪيٽرڪ پرنٽنگ مان 1958ع ۾ شايع ڪرايو. هن ڪرائون سائيز ڪتاب جي قيمت 4 آنا ڄاڻايل آهي.



٧٨٦

جاڳا رمضان شريف جا

سيد محمد زمان شاه ولد مرحوم سيد

ڇپائيندڙ:- سيد مرزان شاه رضوي

**جاڳڻ** (اخبار): هيءَ اخبار 1926ع ۾ نواب خالق داد پيي، ڳوٺ جاڳڻ، ضلعي شڪارپور مان جاري ڪئي. هن اخبار ٿوري عرصي ۾ ڪافي مقبوليت ماڻي ۽ پنهنجي هڪ جدا حيثيت ناهي ورتي. هن اخبار کي شڪارپور مان ڇپائي پڌرو ڪيو ويندو هو.

**جاڳو جاڳو** (ڪتاب): ٻارن لاءِ ڪهاڻين جو هي ڪتاب، اردو ليکڪ ثاقبه الدين جو لکيل آهي، جنهن کي سنڌي ٻوليءَ جو ويس ڪريم بخش خالد ڏنو آهي. 'اڪادمي ادبيات پاڪستان اسلام آباد' طرفان سال 1992ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. اڪادمي جي چيئرمئن غلام رباني آگري جي 'حرف سپاس' ۽ ليکڪا جي 'مهاڳ' کان علاوه هن ڪتاب ۾ جملي 15 ڪهاڻيون شامل آهن. ڪتاب جو ترجمو به عام فهم ۽ بامحاوره آهي. ڪتاب جي آخر ۾ مشهور اديبن پروفيسر مجتبيٰ حسين، ممتاز مفتي، احمد نديم قاسمي ۽ ڊاڪٽر وجده قريشي جا ليکڪا ۽ ڪتاب جي باري ۾ تاثرات آهن. 126 صفحن تي مشتمل، رنگين ۽ پڪي جلد واري هن ڊيمي سائيز ڪتاب جي قيمت 110 روپيا آهي.

**جامعه مليه**: جامعه مليه يونيورسٽي، پهرين هڪ ننڍڙي اسڪول جي صورت ۾ علي ڳڙهه ۾ 1920ع ڌاري تعمير ٿي. هندستان جو بهترين تعليمي ادارو آهي، جيڪو مسلمانن جي ڪوشش سان ٺهيو. ملڪ جو هر شاگرد مسلمان، هندو توڙي عيسائي به هن اداري مان تعليم حاصل ڪرڻ ۾ فخر محسوس ڪري ٿو. هن تعليمي اداري کولڻ ۾ مهاتما گانڌيءَ به مسلمانن جي مدد ڪئي. واهن فائونڊيشن ڪميٽي آڪٽوبر 1920ع ۾ ناهي وئي، جنهن ۾ مولانا سليمان ندوي، چوڌري خليق زمان، مولانا ابوالڪلام آزاد، سيٺ عبدالله هارون، سيٺ ميان محمد، حاجي جام چوٽاڻي شامل هئا. ان ئي ڏينهن جامعه مليه اسلاميه جي پيڙهه جو پٿر مولانا محمود حسن رکيو. مهيني کن بعد جامعه لاءِ پهريون چانسلر حڪيم اجمل خان کي چونڊيو ويو. وائيس چانسلر ٿيڻ لاءِ ڊاڪٽر اقبال کي چيو ويو پر هن جي قبول نه ڪرڻ تي مولانا محمد علي جوهر هن اداري جو وائيس چانسلر مقرر ٿيو.

1925ع ۾ جامعه کي لکنوءَ مان منتقل ڪري دهليءَ جي ڪارول باغ واري علائقي ۾ آندو ويو. ڊاڪٽر ذاڪر حسين، ڊاڪٽر عابد حسين، ڊاڪٽر محمد مجيب جهڙن پروفيسرن جرمنيءَ مان پي. ايڇ. ڊي ڪري، جامعه ۾ نوڪري اختيار ڪئي. انهن نه فقط صبح جي پر شام جو به پڙهائڻ شروع ڪيو. شام جو هنن تعليم بالغان شروع ڪئي، جيڪا اڳتي هلي 1938ع ۾ 'اداره تعليم و ترقي' جي نالي سان مشهور ٿي. 1928ع ۾ حڪيم اجمل خان جي وفات کانپوءِ ڊاڪٽر ذاڪر حسين کي چانسلر مقرر ڪيو ويو. 1939ع ۾ ڊاڪٽر ذاڪر حسين جي دعوت تي سنڌ کان مولانا عبيدالله سنڌي، جامعه ۾ وچي رهيو. هن جامعه ۾ بيت الحڪمه نالي اسلامڪ اسٽڊيز جو اسڪول کوليو جتي هن شاهه ولي الله جي نظريي جو سبق ڏنو. هندستان جي آزاديءَ بعد ڊاڪٽر ذاڪر حسين ان جو صدر ٿيو ۽ پوءِ جامعه جو چانسلر عبدالمجيد خواجه رهيو. ان ئي سال جامعه کي يونيورسٽي گرانٽس ڪميشن طرفان يونيورسٽيءَ جو درجو حاصل ٿيو.

**جان جيڪب جون اڏاوتون**: غير ملڪي گورن مان سنڌ تي حڪمراني ڪندڙن مان ڪاموري، جان جيڪب جي سڃاڻپ ڪيترن ئي حوالن سان آهي، جيئن هڪ گهوڙي سوار، ڪامورو، فوجي، منتظم، هنرمند، مفڪر، سماجي ڪارڪن، منصوبه ساز، شڪاري، قدردان، وغيره هو. هن جون اڏايل يا استعمال هيٺ جيڪي جايون رهيون اهي هي آهن.



**(وڌيڪ ڏسو: جان جيڪب جيڪب جلد ٽيون).**

**انگلينڊ ۾ وڊلاونگٽن**، سمرسيٽ، وڪر جو قيام گاهه، جتي جان جيڪب ڄائو. ان جاءِ جون به تصويرون ملن ٿيون، پهرين ۾ جاءِ جي اڏاوت پراڻي



انگلينڊ ۾ جان جيڪب جي ڄمڻ جو هنڌ

نمونو جي آهي. مکيہ عمارت هڪ پست ٿلهي تي ٺهيل آهي، جنهن جا چيڙا جنداوان تہ آهن. پر ان جي ڇت ڏيگهہ پر ٻن سلامين واري يا وچ تي مڙيل (Gambrel) آهي.

**گهنٽا گهر:** جيڪب آباد جي اهم ۽ نمايان عمارت. گهنٽا گهر اسان وٽ اڳئين دور جا گهٽو ڪري انگريز جي دور جا اهڃاڻ آهن. جنهن مان اهو بہ اشارو ملي ٿو تہ انگريزن وٽ وقت جو قدر هو. انگريز دور جي هر گهنٽا گهر جو ڪونہ ڪونالو بہ آهي ۽ گهٽو ڪري مکيہ عمارت يا مارڪيٽ جي نشاندهي ڪن ٿا. جيڪب آباد جو گهنٽا گهر کي شايد وڪٽوريا ٽاور بہ سڏجي ٿو پر آخرالذڪر جان جيڪب کان پوءِ 1887ع ۾ ٺهرايو ويو. مناري جو هيٺيون طبقو شايد ڪراس نما (واڌو جي نشان جهڙي) پٽ رٿا تي چئن متناسب پيش دالاتن / يا ڏيڍين جي صورت ۾ ٺهيل آهي. (تصوير ۾ هنن



ڪمري نما ڏيڍين مان ٽي ڏسبيون آهن) هر ڏيڍي ۾ ٽن پاسن کان گاٿي ونگن وارا لنگهہ آهن، جن جي مٿان ٻاهر تي وڏيل ڇاڄا آهن. جيڪي نالبچن تي بيٺل آهن. چٽيون سڏيون آهن. ڪنڊن تي جيڪي خوبصورت برجيون آهن سي ڏيڍين جي حاشين کان مٿي ٽائين نمايان آهن. برجين جي وچ ۾ هيٺ ٻني تي اڪريل ٽيڪو آهي. منارو ڏسڻ ۾ چار منزلو آهي، هر هيٺين منزل کان مٿين نسبت ۾ سوڙهي آهي، ان ڪري عمارت ٿورو ميلي شڪل جي آهي. پهرين ٻن منزلن کانپوءِ مٿان چئن مکيہ پاسن تي ننڍيون (Balconies) آهن. ٽين



منزل تي گهڙيال نسب ٿيل آهي، جيڪو مناري جي چئني پاسن تي ڏسجي ٿو ۽ وقت ڏيکاريندو هو. هن گهڙيال واريءَ منزل جي مٿان چئني پاسي (سواءِ ماريل ڪنڊن جي) متڪن سان وڌاوڙا (Balconies) آهن. متڪن جي وچ ۾ اُڪريل ٽيڪا آهن. انهن جي مٿان اڏاوت جي آخري منزل آهي، جنهن جي ڇتي جهڙي صورت آهي ۽ ان ۾ ڇهہ ونگدار ڪليل دريون آهن، جن جي مٿان هڪ نمايان ڇجهري ۽ مٿان نيل سان گنبذ آهي. سٺ فوٽ اوچو هي گهنٽا گهر جان جيڪب پاران مقامي سرندي وارن جي چندي مان ٺهرايل هو. لڳ ڀڳ ساڳي اڏاوت جهڙي هڪ ٻي تصوير جيڪا پوءِ جي يا مرمت بعد نڪتل آهي، تصويرن ۾ انهن ٻنهي اڏاوتن جي ڪن مهانڊن ۾ ٿورو فرق نظر اچي ٿو.

**جيڪب جو حيدرآباد وارو بنگلو:** جيڪب صاحب پنهنجي رهائشگاهہ لاءِ هڪ ٻہ – منزلا بنگلو حيدرآباد ۾ بہ ٺهرايو هو. عمارت جي تصوير ۾ پريرو – شايد اتر ۾ - ميان غلام نبي ڪلهوڙي جو مقبرو ۽ پريان هڪ ٻي سادي



اڏاوت ڏسڻ ۾ اچن ٿيون، باقي آس پاس ۾ ميدان خالي آهن. هي عمارت خالي پٽ تي (بنا ڪنهن ٿلهي وغيره جي) ٺهيل هئي. تصوير مان اهو بہ ظاهر آهي تہ تصوير نڪرڻ وقت بنگلو اجا پوريءَ ريت رهائش جوڳو نہ هو. چاڪاڻ ان ۾ در ۽ دريون وغيره بہ لڳل ڪونہ ٿيون ڏسجن- بهرحال جاءِ جي اڳيان هڪ ڏيڍي (Porch) آهي ۽ ٿي سگهي ٿو تہ اندر پيش دالان بہ هجي. ڏيڍي کي بہ در / لنگهہ ۽ اڳيان حاشي مٿان دري / جاري ٺهيل آهي. هيٺين منزل جي ڪمرن جي اڳيان ۽ پاسي کان ورانڊو ٺهيل ٿو پائنجي. عمارت جي هيٺين منزل جي ٻاهرين پٽ ۾ حاشي کان مٿي درين جي گنجائش رکيل آهي- جاءِ جي مٿين منزل تي وڃڻ لاءِ شايد چانيل ڏاڪڻين سان بہ وڏا برج ٺهيل هئا. مٿي ٻن ڪمرن جي جاءِ آهي، جن مان هڪ چوڪور جي مٿان ڪنڊن تي سگهارا منڌرا گهاٽ تنهن جا چار ٿي پاسا هوادار آهن. ان سان گڏ ٻي ڪمري جي اڳيان بہ سامهون ڪليل ڏيڍي آهي، جيڪا اڌ گول شڪل جي آهي. انهيءَ ڪمري جي مٿان بہ بخاريءَ جهڙيون اڏاوتون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون، سجو بنگلو پڪ سرو هو هن جاءِ ۾ جيڪب سان گڏ سندس ننڍا عملدار (Lieut) بہ رهندا هئا.

**جان جيڪب جو گهر ۽ ريزيڊينسي:** تصوير ۾ بہ شاندار عمارتون هميشہ گڏ پئي نظر آيون آهن. ٻئي هڪ ٻئي جي پر ۾ حيدرآباد ۾ آهن. هڪ جيڪا وڏيڪ



چٽي ۾ اڳيان هجي ٿي، اندازو آهي ته اها شايد جيڪب صاحب جي گهر جي هئي، ڇاڪاڻ ته اها پاسي واري پوئين عمارت جي نسبت ننڍي هئي. سو تصوير ۾ پهرين عمارت به — ماڙ ڏسڻ ۾ اچي ٿي، ڇاڪاڻ ته ان جو هيٺيون حصو وڻن ۽ گهاٽن وڻن ۾ لڪل ٿو پائنجي- عمارت جي مهاڙي جي وچ ۾ ٽي سوڙهيون ڪماني چوٽيءَ سان جاريون آهن- هي جاريون ڏيگهه ۾ پاسن



وارين ٻن ٻن درين جي برابر آهن ۽ وري چيڙي واري هر دريءَ جي ٻنهي پاسي وچين جارين جهڙيون ۽ جيڏيون جاريون آهن. هنن درين ۽ جارين جي مٿان ڪافي وڏيل ڇاڄو آهي جيڪو هڪجهڙي ۽ هڪ جيڏن ٿالهجن تي بيٺل آهي. ڇاڄي جي مٿان چوڪنڊن ڪنگرن وارو بيڙ ٻنو چوڏاري ڏنل آهي، جاءِ جي ڇت تي منظرگاهه جهڙي اڏاوت مهاڙي مٿان آهن. هن ۾ به مهاڙي وارين ٽن جارين جهڙيون جاريون وچ تي آهن. جن جي پاسن کان ڇهه ڇهه ڪنگرا آهن. هن جي ڇت به سڌي پر چوڏاري ڪنگرن سان سينگاريل آهي- هن سڄي عمارت جي ڇت سڌي آهي. ساڳي عنوان سان هڪ ٻي تصوير (پينٽنگ 1852) ۾. ٻئي عمارتون ساڳي بيهڪ سان ڏيکاريل آهي پر انهن مان مٿي بيان ڪيل عمارت جون ماپون ۽ مهاندا مختلف آهن. ممڪن آهي ته پوئين تصوير اوائلي اڏاوتن جي هجي يا وري اها تصوير ٻئي رخ کان ڪڍي وئي.

تصوير ۾ ٻي عمارت گهٽي وڏي ۽ عاليشان نظر اچي ٿي. هن تي پينٽنگ واري تصوير ۾ مٿان جهنڊو لڳل ڏيکاريو ويو آهي، ان ڪري ان کي ريزيڊنسي جي عمارت سمجهي سگهجي ٿو هي پيچيدي عمارت آهي، جنهن ۾ ڪيترا ڪمرا ۽ مختلف سطحن تي ڇتيون پر سڀ سڌيون ٺهيل ڏسجن ٿيون. هن عمارت جون دريون ۽ انهن جي پاسن واريون جاريون به اڳين پرواري عمارت جهڙيون آهن. هن عمارت جي مختلف سطحن تي ڇتين جا ڇاڄا به ٿالهجن تي بيٺل آهن ۽ ڇاڄن جي مٿان ڪنگرن سان بيڙ ٻنا به آهن. البت هن جا ڪنگرا ساڳين ماپن جا نه آهن. هي عمارت به ٻه- ماڙ پائنجي ٿي، جنهن جي هيٺين منزل تصويرن ۾ ڪافي حد تائين وڻڪار جي اوٽ ۾ آيل آهن.

**ڪبوتر خانو:** اڏاوت جو هي قسم انگلينڊ جي ڪن ٻين شاهي عمارتن ۾ به ٺهيل هوندو آهي، جيڪو اسان جي ملڪ لاءِ بنهه نئون آهي- اڏاوت چوڪور تراش واري ٿلهه يا مناري نما ٿئي ٿي، جيڪا شهلي هوندي آهي. هن جو



هيٺيون طبقو هڪ ڪمري جيان هو. تصوير ۾ هن جي ٻن پاسن کان دريون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. ڪنهن پاسي ان ۾ دروازو يا لنگهه به هوندو. پر هڪ نئين تصوير ۾ اهو ڪمرو کليل لنگهن سان نظر اچي ٿو. هن جو ڪم وارو حصو يعني ڪبوترن لاءِ خانا ان ڪمري جي مٿان ٺهيل آهن- خانا ڇٽني پاسن سان ستن طبقن ۾ ٺهيل آهي. هر هڪ طبقي جي هر پاسي نوَ خانا آهن. اهڙي ريت هر طبقي ۾ ڇٽيهه خانا ڪبوترن جي افزائش لاءِ ٺهيل آهن ۽ سڄي ڪبوتر خاني ۾ 252 (ٻه سو ٻاونجاهه) ڪبوترن جي لاءِ گنجائش موجود آهي. مناري جي مٿان ڪنڊن تي چار برجيون ٺهيل آهن. جيڪي پوءِ مرمت بعد سادن ٿلهن جي صورت ۾ ٺاهيون ويون آهن. ڪبوتر خاني جي اوچائي 30 فٽ ٻڌائي وئي آهي.

**پراڻي واٽر سپلاءِ:** هڪ تصوير ۾ پاسن کان اڏاوتن جي وچ تي لوهن ڪنين/ ٽنين ۽ واڏڪن جي لهه وچڙ سان هڪ آڏاٽي جي مٿان به ٽينڪ ٺهيل آهن. هڪ جي



ڇت مناهين يا تجري آهي، جڏهن ته ٻي جي ڇت مڙيل (Vagon Vauled) آهي.

**جان جيڪب جي گهوڙي 'ميسينجر' جي قبر:** هڪ تصوير ۾ جان جيڪب جي 'ميسينجر' نالي فوجي گهوڙي جي مٿان ٺهرايل قبر جي آهي. جيڪا



جان جيڪب جي گهوڙي جي نئين قبر



جان جيڪب جي گهوڙي جي پراڻي قبر

جيڪب آباد ۾ آهي. هي چوپاسي اڏاوت سادي پر ميلي يا مخروطي (Fastigated) صورت جي آهي. ڏسڻ ۾ هن جا چار حصا آهن، سڀ کان هيٺيون حصو اڏاوت لاءِ ٿلهي جو ڪم ڏئي ٿو- جنهن جي هڪ پاسي تي سڃاڻپ واري عبارت لکيل آهي. Here lies Messenger, The Favourate charger of General John Jackob.

انهي ٿلهي جي مٿان ڏُول نما اڏاوت آهي، جنهن جو هيٺيون ٿورو حصو جيڪو مٿئين باقي حصي کان ٿورو ويڪرو آهي، سو تصوير ۾ ٿورو چانئر يا اونداهون ڏيکاريل آهي. انهيءَ جي مٿان اڏاوت جو سڀ کان اوچو حصو آهي، جنهن جي چوٽيءَ کي ٿورو مائي / ماري اتي گولي نمان انس ڏاهيو اٿن. ساڳي حوالي سان هڪ ٻي تصوير به ملي ٿي، پر اها املي تصوير کان ناقابل اعتبار حد تائين مختلف آهي- پر جي اها گهوڙي جي قبر آهي ته پوءِ ٻيهر ٺهرايل سمجهه ۾ اچي ٿي يا اها ڪا ٻي اڏاوت آهي.



جان جيڪب جي آخري آرامگاهه

هڪ لکت موجب جان جيڪب جي ٻئي هڪ گهوڙي جو ذڪر ملي ٿو جنهن جو نالو شايد BAGS هو- ان بابت چاڻ آهي ته ان جي قبر ٽنگواڻي ويجهو حيبت شهيد جي قبرستان ۾ واقع آهي- اها قبر هڪ ٿلهي تي گول گهيري سان آهي ۽ مٿي سوڙهي ٿيندي ٿي پر چوٽيءَ وٽ سنڌي آهي، گهيرو مٿي به گول اٿس. جان جيڪب جون پنهنجي گهوڙن جي مٿان اڏرايل قبرون، سنڌ ۾ مشهور ڪتي جي قبر واري روايتي ٺهيل قبر جو سلسلو به سمجهي سگهجن ٿيون.

**جان جيڪب جي مزار:** جان جيڪب جهڙي گهڻ- مٿي ۽ سجاري ڀاونگير شخص جي قبر جي تصوير ڏسي اهو سمجهه ۾ نه ٿو اچي ته اها خود سندس چوڻ مطابق ٺهيل آهي، يا ڪنهن ٻئي، حقيقت پسند ماڻهوءَ جي صلاح سان، چاڪاڻ ته اها قبر جان جيڪب جي معقوليت پسندي تي دليل لڳي ٿي. قبر ۾ سگهارين ۽ سِجلين سلن سان ٺهيل آهي. هيٺين سل مٿين کان وڏي آهي، سا جهڙو ڪر ٿلهي جو ڪم ڏئي ٿي.

**ڪراچيءَ ۾ سنڌ جي انچارج ڪمشنر هئڻ وارو عرصو:** سال 57-1856ع ۾ ٿوري عرصي لاءِ سر چارلس نيپئر جي جاءِ تي جان جيڪب کي ڪراچيءَ جي پراڻي گورنمينٽ هائوس ۾ رهڻو پيو تصوير ۾ ڪراچيءَ واري گورنمينٽ هائوس جي يڪسان عمارت جي اڏاوت ڏيکاريل آهي. هي ڊيگهه پر سنڌي عمارت، جنهن جي ڪمرن جي اڳيان لڙيل ڇت سان لاڳيتو ورانڊو آهي. جيڪو چهه-ڪنڊن پيلپون جي وڏي تعداد تي ٺهيل آهي ۽ پيلپاون جي وچ ۾ مختلف نمونن جي شبڪن سان ٽيڪا آهن. ٿوري ٿوري مفاصلي تي ورانڊي مان هيٺ لهڻ لاءِ پنج پوڙيون آهن. هن عمارت جي وچ ڏاري ڳتي وڏيل پيلپاون تي بيٺل پيش دالان



(Porch) آهي. ان جي مٿان به ٽيڪو يا سينا پناهه ٺهيل آهي- جان جيڪب انهيءَ عمارت جي مٿان هڪ اضافي اڏاوت ڪرائي جاءِ ۾ ٻي منزل ٺهرائي- اها اصلي عمارت جي وڏ ۾ وڏ ٽئين حصي تي هوندي. ڇت مناهين يعني ٻنهي پاسي لاڙئين اٿس ۽ هن جا ڇاڄا به ڪافي وڌيل آهن. پيش دالان انهيءَ اضافي اڏاوت جي سامهون وچ تي آهي.

**جمعدار درگا سنگهه جي سماڌي** (Cenotaph): ڪنڊڪوٽ جي پرپاسي، سنڌ ڍوري لڳ، جهنگ ۾ مندر نما هڪ اڏاوت آهي. جمعدار موصوف اتي هڪ چوڪي جو نگران هو ۽ هڪ هنگامي / فساد ۾ مارجي وڃڻ ڪري جان جيڪب سندس خدمتن جي اعتراف طور هي سماڌي جوڙائي- تصوير پري کان ۽ جهنگ جي ڪنهن پهي وچان ڇڪيل آهي، ان ڪري هيٺين حصي جو صحيح اندازو ڪري نه ٿو سگهجي، البت مٿئين حصي جا ٽي پاڳا ڏسڻ ۾ اچن ٿا. هيٺيون چورس تراش سان شهلي / سڌين پٽين جو ٺهيل آهي، ان جي مٿان ٻاهر تي سنڌري سمان چوڙاري ويڪرو پٽو آهي. ٻئي جي مٿان ساڳي ماپ ۽ قسم جي اوساري جاري آهي، جنهن جي مٿان اڏاوت جو آخري مٿيون انس آهي، جنهن جي شڪل مخروطي قُبي جهڙي آهي.



**جان محمد عرف جهورو خان:** اُستاد جان محمد خان جو جنم حيدرآباد جي مشهور ۽ قديم پاڙي، سخي پير شاهه ڪالونيءَ ۾ 1892ع ۾ ٿيو سندس والد صاحب جو نالو اُستاد محڪم الدين هو جيڪو پڻ ڪوي راڄ هو سندس اُستاد سندس ئي چاچو فتح محمد خان ڏگو (آنائي) هو جهوري خان جي دؤر جا مشهور فنڪار بابا عاشق علي خان، زاهده پروين، استاد بيبو خان، خانصاحب حاجي خير محمد خان، بڙي غلام علي خان هئا. جهوري خان، شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ جي هڪڙي داستان ڍولو مارو



تي به ڪم ڪيو. جيڪو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ مرحوم اُستاد جان محمد ڪان ڪوٽا سوڌو حاصل ڪري، سُر ڏول مارئي جي نالي سان سنڌي ادبي بورڊ طرفان ڇپرايو. اڳتي هلي آغا سليم ساڳي ڪهاڻيءَ کي اردو ۾ ترجمو ڪري، اسلام آباد مان شايع ڪرايو. سندس لکيل داستان جي ڪهاڻي ۽ ڏٺا (دوها) اڄ به ڪتاب ڏول مارئي ۾ موجود آهن. اُستاد خان محمد عرف جهوري خان جي وفات سن 1964ع ۾ حيدرآباد ۾ ٿي.

**جانو ڏاڙيل (فلم)**: اتحاد فلمز پراڊڪشن جي پيشڪش هيءَ جزوي رنگين سنڌي فلم جمعي 26 اپريل 1985ع تي رليز ٿي. هن فلم جو هدايتڪار اصغر علي خان هو. جڏهن ته اداڪارن ۾ بابر سلطان، ريٽا، محمد صديق، حنا شيرازي، وسيم، اسلم قادري، بينا شيرازي، راجو البيلي، فريده قريشي، ابو راهي، رشيد خمار، حيدر سلطان ۽ شهزاد دراني اداڪارن ۾ شامل هئا. هيءَ فلم ناز سئنيما ڪراچي، شمس سئنيما حيدرآباد، ايمپائر سئنيما لاڙڪاڻي، ريگل سئنيما نوابشاهه، ريڪس سئنيما ٽنڊي آدم، تاج سئنيما ٽنڊي محمد خان، محفل سئنيما هالا، نشاط سئنيما شهدادڪوٽ، ٽالپور ٽاڪيز سئنيما خيرپور ميرس ۾ پردي تي ڏيکاري ويئي. هيءَ فلم نج سماجي معاملن تي ٺهيل هئي، جنهن ۾ هڪ هاريءَ جي پٽ جو وڏيري جي ظلمن کان تنگ ٿي ڌوهاري بڻجڻ وارو پهلو نمايان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي.

**جتوئڪي رياست جو خاتمو**: 1824ع ۾ ٽالپرن جي پهرين چوياري جي زماني ۾ نواب ولي محمد خان لغاري شڪارپور تي قبضو ڪيو. ٽالپرن جتوئڪي ۽ بليدڪي پنهي رياستن کي بحال رکيو. 1843ع ۾ مياڻي جي خونريز جنگ ۾ جتوئي سنڌ جي بچاءَ ڪاڻ دل کولي انگريزن سان وڙهيا هئا. وري جڏهن انگريزن سنڌ تي قبضو ڪيو ته جتوئين جي سردار به آڻ مڃي، ڇاڪاڻ ته جتوئي پنهي پاسن کان قاتل هئا. هڪڙي پاسي نواب ولي محمد خان چانڊيو، ٻئي طرف مير علي مراد خان سهراباڻي اتر سنڌ جي ٻروچن خلاف سرچارلس نيپيئر جا مددگار هئا. 1857ع ۾ پهرين آزادي جي جنگ وقت ڪمشنر سر بارٽل فريئر جي ڏينهن ۾ ڪراچي، حيدرآباد، شڪارپور، جيڪب آباد جي ڇانوڻين جي ديسي فوجن ۾ شورش پئجي ويئي. مگر حڪومت بروقت ضابطي رکڻ ۾ ڪامياب ٿي. انهيءَ گڙٻڙ ۾ تعلقي شڪارپور جي زميندار سردار امام بخش خان جتوئيءَ جي جاگير انگريزن ضبط ڪئي.

**جتوئي، عاشق حسين**: عاشق حسين جتوئي، ٻيٽي جتوئي، تعلقي ميهڙ ۾ جنم ورتو ابتدائي تعليم ڪوئيٽا گرامر اسڪول مان حاصل ڪيائين. سندس تربيت سنڌ جي مشهور سياستدان عبدالحميد جتوئي ڪئي. جنهن ڪري سندس لاڙو سياست ڏانهن رهيو 1970ع ڌاري عملي طور سياست ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيائين. 1977ع ۾ بنا مقابلي ايم. پي. اي چونڊيو ويو ڪجهه وقت ڪانپوءِ جنرل ضياءُ الحق مارشل لا لاڳو ڪري اسيمبليون ٽوڙي ڇڏيون. جڏهن جمهوريت جي بحاليءَ لاءِ ايم. آر. ڊي



تحريڪ شروع ٿي ته ان ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪيائين. ميهڙ ۾ تحريڪ جي هر معاملي ۾ پاڻ اڳواڻي ڪيائين. ان دوران ڪيس جيل جون صعوبتون برداشت ڪرڻيون پيون. ان ڪانپوءِ جڏهن غلام مصطفيٰ جتوئي نيشنل پيپلز پارٽي ٺاهي ته هي ان ۾ شامل ٿيو. 1994ع ۾ شهيد مير مرتضيٰ ڀٽي سان گڏ نئين سياسي سفر جي شروعات ڪيائين. جڏهن مخدوم خليق زمان علاج لاءِ ٻاهر ويڄڻ وقت موڪل جي درخواست ڏني ته عاشق حسين کي پيپلز پارٽي (شهيد ڀٽو) سنڌ جو قائم مقام صدر مقرر ڪيو ويو. ڀٽي خاندان سان بي انتها پيار هوندو هئس. شهيد مير مرتضيٰ ڀٽي سان سياسي وابستگي ڪانپوءِ هن پنهنجي سموري قوت پارٽيءَ لاءِ وقف ڪئي. 20 سيپٽمبر 1996ع تي ستر ڪلفٽن ڪراچيءَ ۾ مير مرتضيٰ ڀٽو سان گڏ شهيد ٿي ويو. ان وقت مير مرتضيٰ ڀٽي جي گاڏي هي هلائي رهيو هو سندس آخري آرامگاهه ٻيٽي جتوئي، تعلقي ميهڙ ۾ آهي.

**جدائي تي جهوري (هڪ گيت)**: هيءَ سنڌ جي ٿرپارڪر جو مشهور لوڪ گيت آهي هن گيت ۾ ڏکويل پيڻ جا پنهنجي بيگناهه پاءَ جي مارجڻ تي درد جا آلاپ رقم ٿيل هوندا آهن. هن لوڪ گيت لاءِ روايتون آهن ته تعلقي ڇاڇري جي هڪ ڳوٺ ۾ منگهي درس نالي هڪ نوجوان رهندو هو. جيڪو پنهنجي وڏي پيڻ ۽ اڪيلي پاءُ جو سهارو هو. ان کي پنهنجي ئي ڳوٺ جي هڪ ڇوڪريءَ سان محبت هئي. ان محبت جي ڪڙڪ پوڻ تي منگهي جي محبوبه کي مائٽن پرڻائي ڇڏيو. ان بعد منگهي ته پرائي لڄ ڄاڻي پنهنجي دل تان خيال لاهي ڇڏيو پر ڇوڪريءَ جي مڙس کي منگهي لاءِ دل ۾ شڪ موجود هو. جنهن پنهنجي دوستن سان ملي منگهي کي قتل ڪري ڇڏيو. جون ٽا ته پاءُ جي وفات بعد سندس پيڻ آلاپ ڏنا ۽ آخر تائين غم ۾ رهي. اهڙيءَ ريت اهي ٻول عوام جي زبان تي ٻرڻ لڳا ۽ ساڳئي مضمون هيٺ ڪن مصرعن جي واڌاري سان هيءَ گيت مشهور لوڪ گيت بڻجي پيو:

منگها تنهنجي محبت، ساريو سڙان ڙي

ان وراڻي کان علاوه هن لوڪ گيت جون ٻيون وراڻيون مشهور ٿيون. جهڙوڪ:

چوريءَ کي چوري ڪري ڇڏي وئين ڙي
منگها تنهنجي جدائي تي جهوري ڙي
اسر جي ويل تون اڳئين جون مارين ڙي
منگها تنهنجي محبت تي ماري ڙي...

**جڙيل شاهه جيلانيءَ جو ميلو**: حضرت جڙيل شاهه جيلانيءَ جو ميلو هر سال 7 کان 9 مارچ تي خيرپورناٿن شاهه ۾ لڳايو ويندو آهي. هن ميلي ۾ ملهه ملاکڙو ٿيندو آهي، جنهن ۾ سڄي سنڌ جا مشهور پهلوان حصو وٺندا آهن. ان کان علاوه گهوڙن جي ڊوڙ جا انعامي مقابلا ۽ بيل گاڏين جا واپار ٿيندا آهن. هن ميلي ۾ راڳ رنگ جي محفل ٿيندي آهي، جنهن ۾ سڄي سنڌ مان مشهور فنڪار پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا آهن. ان کان علاوه ثقافتي محفلون به رچايون وينديون آهن.

**جسٽس غلام رباني**: جسٽس غلام رباني ولد نور احمد قريشي، 20 آڪٽوبر 1944ع تي جنم ورتو سندن اباڻو گهر پڪي قلعي، حيدرآباد جي مُکيه دروازي ويجهو ٺاٺارن جي گهٽيءَ ۾ هو جيڪو مئي 1990ع ۾ لساني فسادن جي ڪري ڪين ڇڏڻو پيو. جيڪو لُٽيو ۽ ساڙيو ويو. تيرهين



صديءَ جي آخري ڏهاڪي ۾ سندن وڏا سبزوار- آذربائيجان کان سيوهڻ ۾ اچي آباد ٿيا هئا، جتي سندن جد امجد، ميان عالي جي مزار اڄ به اهل الله ۽ ٻين عام ماڻهن لاءِ مرجع مخلوق آهي. هڪ روايت موجب ميان عالي، قلندر شهباز جي وصال بعد کيس غسل ڏنو هو. ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي دور ۾ هنن جو ڪٽنب حيدرآباد شهر ۾ اچي آباد ٿيو. سندس ڏاڏو مرحوم خانصاحب محمد ابراهيم قريشي، انگريزن جي ايامڪاريءَ ۾ فرسٽ ڪلاس مئجسٽريٽ ٿي رهيو ۽ سال 1936ع ۾ ڪليڪٽر حيدرآباد ڇٽنس طور رٽائر ڪيائين. سندس والد نور احمد قريشي ڪمشنر حيدرآباد جي سينيئر سپرنٽينڊنٽ طور رٽائر ٿيو. خلافت تحريڪ جو پهريون شهيد محمد رحيم سمون سندس نانو هو. سندس چاچو عبدالخالق قريشي حيدرآباد جي مشهور پڪي قلعي واري واقعي ۾ گرفتار ٿيو ۽ کيس سزا آئي، جيڪا پاڪستان ٺهڻ بعد معاف ٿي.

جسٽس غلام رباني مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول حيدرآباد جي ساڌو نولراءِ اڪيڊمي ءَ مان سُٺن نمبرن سان پاس ڪئي. سال 1965ع ۾ گريجوئيشن سنڌ يونيورسٽيءَ مان فرسٽ ڪلاس پنجن مضمونن ۾ ڊسٽنڪشن سان پاس ڪئي، جڏهن ته 1967ع ۾ قانون جي ڊگري حاصل ڪيائين. ڪامن ويلٿ ايجيوڪيشن انسٽيٽيوٽ مان فيلو شپ حاصل ڪيائين. هن 11 آڪٽوبر 1969ع تي پنهنجي سئوٽ ۽ هڪ پڙهيل ڳڙهيل خاتون بدرالنساءِ قريشيءَ سان شادي ڪئي.

شروع ۾ هن روينيو ڪاتي، حيدرآباد ۾ ڪم ڪيو. 74-1975ع کان هن پنهنجي مامي هدايت الله عباسيءَ سان گڏ وڪالت شروع ڪئي. وڪالت واري عرصي ۾ هو 77-1976ع ۽ 78-1977ع ۾ حيدرآباد بار جي جوائنٽ سيڪريٽري طور ٻيرا چونڊيو ويو ۽ 90-1989ع ۾ هو حيدرآباد ڊسٽرڪٽ بار ائسوسيئيشن جي جنرل سيڪريٽري طور ڪامياب ٿيو. سال 97-1996ع ۾ هو سنڌ هاءِ ڪورٽ جو ايڊيشنل ايڊوڪيٽ جنرل ٿي رهيو ۽ وڪالت واري انهيءَ عرصي ۾ 'سنڌ لا ڪاليج' ۾ تيستائين استاد طور به خدمت سرانجام ڏيندو رهيو جيستائين سال 1998ع ۾ سنڌ هاءِ ڪورٽ جو جج مقرر ٿيو. هو ڪيترائي ڀيرا سينيئر جج جي حيثيت ۾ سنڌ هاءِ ڪورٽ جي چيف جسٽس جون ذميواريون به نڀائيندو رهيو. جسٽس غلام رباني، سنڌ لا ڪاليج، ڪراچي لا ڪاليج جي گورننگ باڊيءَ جو ميمبر؛ لياقت ميڊيڪل يونيورسٽيءَ جي سنڊيڪيٽ جو ميمبر؛ سنڌ يونيورسٽيءَ سليڪشن توڙي نصاب ڪميٽيءَ جو ميمبر؛ آغا خان بورڊ جي ٽرسٽي جي حيثيت ۾ لنڊن ۽ پئرس ۾ گڏجاڻين ۾ شريڪ ٿيندو رهيو هو پاڪستان رويو بورڊ (Review Board) جو ميمبر ٿي رهيو پاڻ حيدرآباد سٽيزن پوليس ليزان ڪميٽيءَ جو جوائنٽ چيف ۽ ميمبر ٿي ڪم ڪيائين. حيدرآباد جي 90-1988ع وارن لساني فسادن جي متاثرن جي بحاليءَ واري ڪميٽي (Rehabilitation Committee) جو ميمبر به رهيو جنهن جو چيئرمئن وزيراعليٰ سنڌ هو. هن سنڌ هاءِ ڪورٽ جي سينيئر جج جي حيثيت ۾ جڊيشل سليڪشن ڪميٽيءَ جي هيڊ جي حيثيت ۾ 80 کان مٿي جج چونڊيا.

هن چيف جسٽس افتخار محمد چوڌري، جسٽس راڻا ڀڳوان داس، جسٽس جاويد اقبال، جسٽس شاد ڪرم الله خان، جسٽس ناصر الملڪ، جسٽس راجا فياض احمد سان گڏ جنرل (ر) پرويز مشرف جي پي. سي. او (Provisional Constitution Order) کي غير آئيني قرار ڏئي، ان خلاف فيصلو ڏنو ۽ سال 2009ع ۾ وري سپريم ڪورٽ ۾ جج جي حيثيت ۾ واپس مقرر ٿيو.

**جعفري، علي مظهر**: سيد علي مظهر ولد ڊاڪٽر سيد علي عبدالله جعفري 6 فيبروري 1916ع تي آگري، ڀارت ۾ جنم ورتو. هن ابتدائي تعليم اتر پرديش جي انگلش ڪنوينٽ اسڪول ماسوري هل اسٽيشن مان حاصل ڪرڻ بعد، مئٽرڪ 1932ع ۾ هاءِ اسڪول آگري ۽ گريجوئيشن 1938ع ۾ مسلم يونيورسٽي علي ڳڙهه مان ڪئي. ڪاليج وارن ڏينهن ۾ ڪاڄي ڌر واري تحريڪ جي اثر هيٺ رهيو ۽ هن ڪاڄي ڌر جي ناميا ري سياسي اڳواڻ سيد علي جعفريءَ سان گڏجي ڪم ڪيو. سياسي سرگرمين ۽ ذاتي مصروفيتن سبب 5، 6 سالن جي وقفي ڪانپوءِ 'آگرا لا ڪاليج' ۾ داخل ٿيو. آڪٽوبر 1947ع ۾ ٻيءُ جي دٻاءَ سبب پاڪستان آيو پنهنجي خاندان سان لاهور ۾ رهائش اختيار ڪيائين، پر هن کي جاڻي واڻي ڪنهن ٻي جڳهه تي موڪليو ويو. ان بعد هيءُ هري پور هزارا ويو، جتي هاءِ اسڪول ۾ انگريزي جو استاد ٿي پڙهائڻ لڳو. ڪجهه عرصي ڪانپوءِ هن کي خبر پئي ته علي ڳڙهه ڪاليج جو سندس هم ڪلاسي رفيع عالم صديقي سنڌ جي خيرپور رياست ۾ استاد آهي. ان ڪري هن پنهنجي نوڪريءَ تان استعيفا ڏني ۽ مستقل طور خيرپور رياست ۾ اچي رهيو. بعد ۾ فيض هاءِ اسڪول ڪوٽڏيجي ۽ ناز هاءِ اسڪول خيرپور ۾ استاد رهيو. ان زماني ۾ ڪاڄي ڌر واري ايجنڊا رکندڙ سياسي جماعتن تي خيرپور رياست ۾ ڪم ڪرڻ تي پابندي هئي، جنهنڪري هن پنهنجي نوڪريءَ تان استعيفا ڏيئي بي. اي مراد نالي ميڊيڪل اسٽور کوليو ۽ اتي هن نواب شاهه جي نامور وڪيل ۽ قومي اڳواڻ قاضي فيض محمد، سائين جي. ايم. سيد، ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ ۽ ٻين شخصيتن سان تعلقات وڌايا. هيءُ هميشه ٻي زمين هارين ۽ ننڍن صنعتن ۾ ڪم ڪندڙ مزدورن جي حقن لاءِ جاکوڙ ڪندو رهيو. عوامي ليگ ۽ آخر ۾ نيشنل عوامي پارٽيءَ سان سلهاڙيل رهيو. ايوب خان ۽ يحيٰ واري مارشل لا جي دؤر ن ۾ ڪيترين ئي مشڪلاتن کي مُنهن ڏنائين. هن سکر ۾ لا ڪاليج جو بنياد وڌو ۽ 1957ع ڌاري اتي پڙهي وڪيل ٿيو. هن جيئي سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن توڙي پيپلز اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي شاگردن جي مفت قانوني مدد ڪئي. هندستان مان هجرت ڪري اچڻ جي باوجود هن هميشه سنڌي سڏائڻ تي فخر ڪيو. هڪ دفعي ڪنهن سياسي معاملي تي سنڌ جي ناليواري شاعر ۽ ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ کي مخاطب ٿيندي چيائين ته توهان ان ڪري سنڌي آهيو جو توهان جو هن ڌرتيءَ تي جنم ٿيو آهي، جڏهن ته مون سنڌيت کي پنهنجي پاڻ لاءِ خود منتخب ڪيو آهي. جنهن ڳالهه جو ذڪر خود ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ هفته وار رسالي کي ڏنل هڪ انٽرويو ۾ پڻ ڪيو هو. سيد علي مظهري، قاضي فيض محمد سان



Soorih Mirani

ڳڏ 'ون يونٽ' خلاف عوام ۾ سجاڳيءَ جي مهم هلائي، جنهنڪري هن کي گرفتارين ۽ نظربنديءَ جهڙن اذيتن کي منهن ڏيڻو پيو. قاضي فيض محمد هڪ هنڌ لکيو آهي ته: 'سيد مظهر علي سنڌ ڌرتيءَ سان پنهنجي ماءُ وانگر پيار ڪندو هو.' زندگيءَ ۾ ڪيترين ئي مشڪلاتن کي منهن ڏيڻ سبب سندس صحت خراب ٿيڻ لڳي ۽ 24 سيپٽمبر 1981ع تي وفات ڪيائين. هن کي جادي شاهه قبرستان خيرپور ۾ سپرد خاڪ ڪيو ويو.

**جعفري، غلام حسين:** غلام حسين جعفري ناليوارو سماجي ۽ سياسي ڪارڪن ۽ ليکڪ ٿي گذريو آهي. پاڻ بدين ۾ سينيٽري ڪاميٽي ۽ پوءِ ٽائون ڪاميٽي بدين جو ميمبر رهيو ۽ بدين جي سياست تي گهڻو وقت ڇانيل رهيو پير عالي شاهه، حاجي احمد ملاح، ڊاڪٽر نذير حسين حيدري ۽ ڊاڪٽر سلطان احمد جوڻيجي جو همعصر هو. 1965ع ۾ پاڪستان هندستان جي جنگ دوران پاڻ مجاهد فورس جي انچارج جي حيثيت سان ڏينهن رات بدين شهر ۾ دورا ڪندو رهيو ۽ بليڪ آئوٽ کي ڪامياب ڪرڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيائين. سندس قيادت ۾ نوجوانن فعال ڪردار ادا ڪيو. هو انجمن شاهه خراسان بدين جو باني هو. انجمن جي لائبريءَ جو بنياد به پاڻ وڌائين. سندس حياتيءَ ۾ به ڪتاب 'انسان ڪامل' ۽ 'ڪاروان ڪربلا' شايع ٿيا. ثقافتي، ادبي، سماجي خاص ڪري مذهبي سرگرمين ۾ گهڻو حصو وٺندو هو. هيءُ پهرين سيپٽمبر 1983ع تي دل جو دورو پوڻ سبب لاڏاڻو ڪري ويو.



**جڪڙيون (لوڪ گيت):** هيءُ لوڪ گيت سومرا ذات وارن سان منسوب آهي، جيڪو سومرن جي دؤر ۾ متعارف ٿيو. هن ۾ دودي سومري جي ياد ۽ سندس تڪليفن وغيره جو ذڪر آهي. سومرا هيءُ گيت مخصوص جڳهين تي ڳائيندا آهن، جن ۾ روپا ماڙي، ابڙي پير (ڪڇ) ۽ ستين جو آستان وغيره جهڙا هنڌ اچي وڃن ٿا. هيءُ گيت ڳائڻ وقت ڏوڪڙن ۾ لوبان ۽ بيون خوشبو پيدا ڪندڙ شيون وجهندا آهن، جيئن پوري دل جي گهراين ۽ وجد ۾ اچي ان جي ادائگي ڪري سگهجي. هن گيت ۾ لئه ۽ رس جو ڀرپور خيال رکيو ويندو آهي. هن گيت جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

ماڙيءَ جو آءٌ پريان سلام،
پٽ جو آءٌ پريان سلام.
ونهيل جام،
منهنجا دودل جام،
ماڙيءَ جو آءٌ پريان سلام

**جڳت پتي جوشي:** هندستان جي آثارِ قديمه تي مهارت رکندڙ جڳت پتي جي. پي جوشي 14 جولاءِ 1932ع تي هندستان جي رياست اترانچل پرديش جي هڪ ننڍڙي علائقي المورا ۾ ڄائو. 1954ع ۾ لکنؤ يونيورسٽي مان تاريخ جي شعبي ۾ 'قديم هندستاني تاريخ ۽ ثقافت' ۾ ايم. اي جو امتحان پاس ڪيائين. ساڳي يونيورسٽي جي آرٽس واري شعبي ۾ بهترين ٽيسز جمع ڪرائڻ تي کيس "گوپال داس گولڊ ميڊل" ڏنو ويو. سندس ٽيسز جو عنوان Saira Mythology as Represented on Ancient Terracota Seals & Coins هو. ماسٽرز سان گڏ هن 1953ع ۾ قانون جي ڊگري لکنؤ يونيورسٽي مان ڪرڻ بعد آثارِ قديمه جي شعبي ۾ پوسٽ گريجوئيٽ جي ڊگري نئين دهلي ۾ قائم پهرئين آثارِ قديمه جي اسڪول مان 1961ع ڌاري ڪيائين. هي اسڪول موجوده وقت ۾ آثارِ قديمه جي اعليٰ اداري طور ڪم ڪري رهيو آهي.

آثارِ قديمه جي حوالي سان هي هندستان اهم عهدن تي فائز رهيو آهي. جن مان: هندستان جي آثارِ قديمه جي تحقيق واري اداري ASI جو ڊائريڪٽر جنرل ۽ صلاحڪار (1988ع - 1987ع) مقرر ٿيو. هن اي. ڪي شرما جي ڳڏيل سهڪار سان ضلعي مانسر ۾ فن (Art) جي حوالي سان وڪاٽڪا (Vakataka) نالي سان درسگاهه جو بنياد وڌو. هن وقت ناگپور ۾ قائم (Aeigis of Bodhisttava Nagarjun Smarak Va Anusandhan, Kendra) جي اداري جو صلاحڪار به آهي. ان کان علاوه، ويجهڙائيءَ ۾ هن ڪنکال (Kankhal) ۾ ماتري سمرتي عجائب گهر ۽ تحقيقي ادارو قائم ڪيو آهي، جيڪو شري ما آنند مئي عجائب گهر جي روحاني ورثي سان لاڳاپيل آهي. پاڻ ڪجهه عرصي کان دڪن ڪاليج، پوسٽ گريجوئيٽ انسٽيٽيوٽ پونا، ڪرڪشيترا يونيورسٽي، الهه آباد يونيورسٽي، ايم. ايس يونيورسٽي، وڊودرا ۽ ڳڙهوال يونيورسٽين ۾ آثارِ قديمه متعلق جمع ٿيندڙ پي. ايڇ. ڊي ٿيسز جو جائزو وٺي ٿو ۽ امتحان وٺندڙ (Examiner) طور پنهنجا فرض سرانجام ڏئي رهيو آهي. 1956ع ڌاري هندستان جي رياست آنڌرا پرديش جي علائقي نگرجو ناڪونڊا (Nagar Junakoda) ۾ قائم آثارِ قديمه جي تحقيق واري اداري ۾ شموليت اختيار ڪرڻ ڪانپوءِ هندستان جي مختلف خطن ۾ 45 سالن تائين آثارِ قديمه جي شعبن ۾ ساراهه جوڳيون خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو. کيس قديم تاريخي ماڳن جي کوٽائي تي تمام گهڻي مهارت حاصل آهي. بالخصوص هڙپا تهذيب وارن ماڳن جي کوجنا ۽ يادگارن جي سنڀال ۾ سندس ڪردار اهميت جوڳو رهيو آهي. سندس ٻين اهم کوجنائن ۾ اڳاٽي هڙپا تهذيب، هڙپا تهذيب ۽ ان کانپوءِ واري هڙپا تهذيب (Late- Harappan) جا بيشمار ماڳ ۽ آثار گجرات، جمون، پنجاب ۽ هريانا جي علائقن مان ڳولي هٿ ڪرڻ. 1966ع ۾ ڪڇ جي علائقي ۾ کوجنا ڪندي هڙپا تهذيب جي وڏي ماڳ (سائٽ) 'ڍولا ويرا' کي منظرِعام تي آڻڻ جو اعزاز به کيس ئي حاصل آهي. هن هڙپا تهذيب تي تحقيق جي سلسلي ۾ جن علائقن ۾ کوٽائي جو ڪم ڪيو، انهن ۾ هن سرڪوٽڙا (Surkotada)، مانڊا (Manda)، ڀڳوانپورا (Bhagwanpura)، ڊاڌري (Dadhri) ڪٿپالون (Kathpalon) ۽ نگر (Nagar) جون کوٽايون ڪيون. هن تحقيق ڪري ثابت ڪيو ته سنڌو تهذيب وارا لوڪ بهاولپور کان راجستان، هريانه ۽ هندستاني پنجاب ڏانهن هجرت ڪندا رهيا آهن.

ڪڇ ۾ موجود هڙپا تهذيب جي تاريخي ماڳ سرڪوٽڙا جي کوٽائي دوران گهوڙي جا هڏا مليا، جنهن مان هن تحقيق ذريعي نتيجو ڪڍيو ته هڙپا تهذيب سان تعلق رکندڙ ماڻهن سنڌ کان سوراشٽر ڏانهن هجرت ڪئي. هن لڳ ڀڳ 1000 ق. م کان 1500 ق. م جي تاريخ کان وٺي پاهٺي دؤر سان

واسطو رکندڙ خاڪي چٽيل ٺڪر (Painted Grey Ware) جي کوجنا ۾ سرگرم رهيو هن ثابت ڪيو ته. اهو ٺڪر انهن هنڌن تي ڌاتو پاھڻي دؤر ۾ ٺهندو هو. هن پنجاب، سرسوتي ۽ هاڪڙي جي نظام تي هڙپا جا بي شمار ماڳ ڳوليا ۽ هن اهو به ٻڌايو ته اهي نديون سنڌو تهذيب جي ماڙهن جي معاشي مضبوطيءَ جو سبب هيون. هن، ڪاليبنگن (Kalibangan) مان لڌل (Fire Alters) ۽ سرسوتي واديءَ ۾ موجود بناولي ۽ لوٿل جي ماڳن متعلق تحقيق ۽ تاريخي وضاحتن جي حوالي سان انهن جو مطالعو ڪندي ويدن جي تهذيب سان لاڳاپو بيان ڪيو آهي.

پاڻ قومي توڙي بين الاقوامي قديم آثارن جي ادارن جي سهڪار سان عالمي سطح تي قديم آثارن جي کوٽاين ۾ حصووٺي چڪو آهي. هن، جن ماهرن جي گڏيل سهڪار سان تحقيق ڪئي، انهن ۾ دکن ڪاليج جو ڊائريڪٽر ايس. بي. ڊِيو (S. B. Deo)، فن لينڊ مان سنڌو ماٿري تهذيب جي نامياري اسڪالر پروفيسر آسڪو پارپولا ۽ ڪيمبرج يونيورسٽي جو پروفيسر ايف. آر. آلچن (F. R. Allchin) شامل آهن. هن نه رڳو هندستان ۾ رهي آثارِ قديمه تي تحقيق ڪئي، بلڪ دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن جهڙوڪ: سريلنڪا، پاڪستان، برطانيا، سائريا، آسٽريليا، بحرين، نيپال، جاپان، سنگاپور، فرانس، ڪمبوڊيا، ٿائليند، ويتنام، آمريڪا ۽ ٻين ملڪن ۾ آثارِ قديمه جي حوالي سان هندستاني ماهرن جي وفدن جي اڳواڻي به ڪئي آهي. ان کان علاوه اقوامِ متحده جي ملڪن جي اداري يونيسڪو پاران قائم ڪيل ڪميٽين ( Restitution of Cultural Conservation in (Combodia ۽ (Property and Mohen jo Daro) جو ميمبر تي رهيو. 1990ع ۾ هندستاني آثارِ قديمه جي سوسائٽي پاران منعقد ڪيل هڪ پروگرام ۾ صدارتي خطاب ۽ 1999ع ۾ (H. D. Sankalia) جي ياد ۾ الهه آباد ۾ (Indian Society of Prehistoric and Quaternary Studies) پاران رٿيل ليڪچر پروگرام ۾ پڻ خطاب ڪيائين.

سندس تحقيق جي حوالي سان بي شمار ڪالم مختلف تحقيقي جرنلن ۽ رسالن ۾ ڇپجندا رهيا آهن. ان کان علاوه تحقيقي مواد سان ڪتابن جي هڪ ڊگهي فهرست به شايع ٿيل آهي، جيڪا هن ريت آهي:

- Pauni Excavation (1960-1970), Nagpur, 1972 (Jointly with Prof. S. B. Deo).
- Excavation at Srukotada 1971-72 and Exploration in Kutch, Memoirs of the Archaeological Survey of India 87, (MASI), New Dehli, 1990.
- Excavation at Bhagwanpura 1975-76 and other exploration and excavations 1975-81 in Haryana, Jammu and Kashmir and Punjab MASIS9, New Delhi, 1993.
- Excavation at Malvan MASI 92, New Delhi, 1995 (with Dr. R R. Allchin).
- Corpus of Indus Seals and Inscriptions: Collections in India, MASI, 1996 Helsinki, 1987 (edited with Asko Parpola)
- Facets of Indian Civilization: Recent Perspectives (Essays in honour of Prof. B. B. Lal) (ed). Ned Delhi, 1997.
- Inventory of Monuments and Sites of National Importance (Vol. I Part I), Srinagar Circle, Archaeological Sruvey of India, New Delhi, 1998 (With Krishna Deva, et al).
- Excavation at Kalibangan, The Early Harappan (with B. B. Lal et al).
- Inventory of Monuments and Sites of National Importance, Delhi Circle (with Krishna Deva et al).
- Inventory of Monuments and sites of National Importance, Jaipur Circle (with Krishna Deva et al).
- Inventory of Monuments and Sites of National Importance, Vedodara Circle (with Krishna Deva et al.).

**جلاب**: تعلقي جوهيءَ جي هڪ ديهه جو نالو آهي، جنهن ۾ ڪو به ڳوٺ شامل نه آهي.

**جلال (لوڪ گيت)**: هيءُ لوڪ گيت ٿرپارڪر واري حصي ۾ زالون وندر ورونهه طور ڳائينديون آهن. هن گيت جو موضوع مجاز ۽ محبت تي آڌاريل هوندو آهي. وڇوڙو ۽ محبوب سان ملڻ جي سڪ هن لوڪ گيت جا مرڪزي مضمون آهن. هن گيت جي پس منظر ۾ هڪ عورت پنهنجي ور جلال خان جو انتظار ڪندي نظر اچي ٿي ۽ هوءَ انتظار ڪندي عمرڪوٽ، پٽي ذات ۽ ملتان جي ڇيٽ جي ساراهه پڻ ڪري ٿي. هن گيت ۾ "جلال" جو ذڪر تمام گهڻو ڪيل هوندو آهي. ان ڪري ئي هن لوڪ گيت کي "جلال" ۽ "جلالو" چيو وڃي ٿو. هي ٻئي ساڳئي مقصد ۽ معنيٰ وارا لوڪ گيت آهن. هن گيت جو شعر نموني طور هيٺ ڏجي ٿو.

هان ري جلال خان! ديسان ۾ ديس پلو امراڻو
اوڙي جلال خان! ملڪن ۾ سنو ملڪ امرڪوٽ آهي
مرگها نيڻي را جلال
(هرڻ جهڙن نيڻن وارا جلال)

**جلال چانڊيو (فلم)**: بلونا فلمز طرفان پيش ڪيل هي سنڌي فلم سنڌ جي مشهور راڳي جلال چانڊيي جي شخصيت تي ٺهيل آهي، جيڪا جمعي 15 نومبر 1985ع تي رليز ٿي. هن فلم جو هدايتڪار شاهه اسد، پروڊيوسر مظفر حسين ۽ موسيقار فيروز گل هو. فلم ۾ جلال چانڊيي سميت مشتاق چنگيزي، شهناز پٽي، پروين، بوبي، لعل ڪمار، شهزادي، لطيف مني، غلام رسول جتوئي، مشتاق جسڪاڻي ۽ محمود صديقيءَ اداڪاري ڪئي. هيءُ پهرين سنڌي فلم آهي، جيڪا ڪنهن ناليواري شخصي ڪردار تي ٺاهي وئي ۽ ان ۾ هيرو جو ڪردار به ان شخص ادا ڪيو هيءُ فلم ڪافي مشهور ٿي. هن ۾ جلال چانڊيي جا ڪيترائي سدا حيات گيت فلم بند ٿيل آهن. هيءُ فلم نيو مئجسٽڪ سئنيما حيدرآباد، پيراڊائز سئنيما سکر، قلو پطره سئنيما لاڙڪاڻي، پلازه سئنيما شهدادڪوٽ، شاهه ٽاڪيز ٽنڊي آدم ۾ ننڍين وڏين سئنيمائن ۾ پردي تي ڏيکاري وئي. هن سلسلي ۾ اڳتي هلي ڪي. ٽي. اين پاران شمن ميراليءَ تي به ٽيلي فلم ٺاهي وئي.

**جليبي:** مٺائيءَ جو هڪ قسم جيڪو بيسڻ ۽ کنڊ جي چاش مان ناهيندا آهن. جليبين کي ٺاهڻ وقت کنڊ جي چاش ۾ ٻوڙبو آهي. حڪيمن موجب



اها چاش خاص طرح ڪرنٽي جي کنگهه ۾ روزاني ٻه اڍائي تولا کائڻ سان فائدو ڏيندو آهي.

**جمادي الاول** (اسلامي مهينو): جمادي الاول اسلامي هجري سال جو پنجون نمبر مهينو آهي. ان کي جمادي الاوليٰ به چوندا آهن. عربن جڏهن مهينن جا نالا ٽي رکيا، اُن وقت ٿڌ تمام گهڻي هئي ۽ پاڻي به جمي ٿي پيو. ان ڪري هن مهيني جو نالو (جُمود: جمي ويل) جمادي الاول ۽ ان کان پوءِ ايندڙ واري مهيني جو نالو جمادي الثاني رکيو ويو. هن کي سنڌي ٻهراڙين ۾ "پهريون خالي" مهينو چيو ويندو آهي.

**هن مهيني جا خاص واقعا:** سنه 8 هجريءَ ۾ پاڪ ڪريمن صلي الله عليه وسلم جن وقت جي بادشاهن ڏانهن اسلام قبول ڪرڻ لاءِ تبليغي خط لکيا. اهڙو هڪ خط مبارڪ، ايران جي بادشاهه پرويز ڏي پهتو ته ان بدبخت پاڻ سڳورن ﷺ جي خط کي ڦاڙي ڇڏيو اهو ٻڌي پاڪ ڪريمن فرمايو ته اُن جو جسم به ائين ئي ٽڪرا ٿيندو. تان جو جمادي الاول سن 8 هجري ۾ ئي اڱاري جي رات ايران جي بادشاهه پرويز بن هرمز کي سندس پٽ شيرويه قتل ڪيو ۽ سندس جسم جا اوترا ٽڪرا ٿيا. جيترا پرزا اُن نبي پاڪ صلي الله عليه وسلم جي خط مبارڪ جا ڪيا هُئا. جنگ موته جو واقعو پڻ سن 8 هجري جمادي الاول مهيني ۾ پيش آيو جڏهن حضور جن صلي الله عليه وسلم جن جي خط نيندڙ قاصد حضرت حارث بن عمر رضي الله عنه کي موته جي مقام وٽ اتان جي حاڪم شرجيل بن عمرو الغساني شهيد ڪيو (حوالو: مواعظِ حسنه-جلد-1)

**جمادي الثاني / الآخر** (اسلامي مهينو): جمادي الآخر اسلامي هجري سال جو ڇهون مهينو آهي. جڏهن هن مهيني جو نالو رکيو ٿي ويو تڏهن سرديءَ جي موسم جي پڇاڙي هئي، جنهن ۾ سخت سيءَ سبب پاڻي جمي برف ٿي پوندو هو ان ڪري هن مهيني جو اهو نالو تجويز ڪيو ويو. سنڌ ۾ اسلامي مهينن کي سنڌي نالا ڏنا ويا آهن. 'ربيع الاول' کي 'عُرس'، 'ربيع الثاني' کي 'ٻارهين' تيئن 'جمادي الاول' کي 'خالي' ۽ 'جمادي الثاني' کي 'ٻيو خالي' چون، 'رجب' کي 'لڪانو'، 'شعبان' کي 'ٻراد' وغيره.

**هن مهيني جون خاص ڳالهيون:** اسلام ۾ پهريون پيرو جيڪا چنڊ گرهڻ ٿي، اها به هن مهيني ۾ سنه 5 هجريءَ ۾ ٿي ۽ پاڻ ڪريمن صلي الله عليه وسلم جن نماز خُسوف يعني چنڊ گرهڻ جي نماز ادا فرمائي. حضرت سيده بيبي فاطمة الزهرا رضي الله عنه جي ولادت پڻ جمادي الآخر مهيني ۾ ٿي. حضور نبي ڪريم جي نياڻي حضرت بيبي اُم ڪلثوم رضي الله عنها جي حضرت عثمان غني رضي الله عنه سان ٿيل نڪاح (شادي) جي رُخصتي جمادي الآخر سن 3 هجريءَ ۾ ٿي. اسلام جي پهرئين خليفي حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه هن دنيا مان 22 جمادي الآخر سن 13 هجري تي پردو ڪيو ۽ ساڳي تاريخ تي حضرت فاروق اعظم امير عمر رضي الله عنه کي مسلمانن جو ٻيو نمبر خليفو چونڊيو ويو. نائين جمادي الآخر تي حضرت امام جعفر صادق رضي الله عنه جي ولادت باسعادت ٿي. پندرهين جمادي الآخر تي حضرت عبدالله بن زبير رضي الله عنه ڪعبة الله جي پُراڻي پٽ کي شهيد ڪري ڪعبة الله شريف جي نئين سر تعمير ڪئي. پهرين جمادي الآخر سن 1102هه تي حضرت سلطان العارفين سخي سلطان باهو رحمة الله عليه وصال فرمايو ۽ 25 جمادي الآخر تي حضرت خواجه باقي بالله رحمة الله عليه جو دهليءَ ۾ عرس مبارڪ ٿيندو آهي ۽ 24 جمادي الآخر 1314هه تي چوٿين پير پاڳاري حضرت سيد علي گوهر شاهه ثاني محافي ڏٺي رح جو وصال ٿيو. (حوالو: مواعظِ حسنه-جلد-1)

**جمڙائو:** هيءَ هڪ واهه آهي. جيڪو نومبر 1899ع ۾ اپرندي ناري مان کڊيو ويو هن واهه واري ايراضي اڳ ۾ گهڻي غير آباد هئي. تنهنڪري واهه تي آباد ٿيندڙ زمين جي جڏهن تڪبندي ڪئي وئي، تڏهن انهن کي نالن بدران ديهن جا نمبر ڏنا ويا هئا. تنهنڪري هن واهه جي نالي پويان مڙني ديهن جا نالا به "جمڙائو" آهن. فقط سنجهوري ۽ جام نواز علي تعلقي ۾ 117 ديهون نمبرن سان رڪارڊ ۾ لکيون ويون. ماڻهن لاءِ اچي ڳوٺ ٻڌا پر ديهن جا نالا انُهي ئي نمبرن سان قائم رهيا.

**جمعو فقير:** سنڌ جي مهمان نوازيءَ جو هڪ مثالي ڪردار. جمعو فقير مڱڻهار تعلقي گهوٽڪيءَ جي ڳوٺ گيمڙي جو رهاڪو هو. هيءَ غريب خاندان جو فرد هو. سنڌس گذارو پنج ڪٽيءَ تي هو. هن لاءِ مشهور آهي ته گيمڙي واسي فقيرن کي پير فريديءَ دعا ڪئي هئي ته ابا الله ڪندو ته اوهان وٽ گهروينءَ سُکن ٽڪرن تي ڪووڙو گويا اچي رهندو. جيڪو اوهان کي فن جي سکيا ڏيندو. ٿيو به ائين جو پٽيالا گهراڻي جو گني گويو استاد امير خان (خانصاحب عاشق علي خان جو مامو) وٽن اچي رهيو ۽ ڪين راڳداريءَ جي سکيا ڏنائين. جنهن جي نتيجي ۾ حافظ علي بخش مڱڻهار هڪ پڪو ۽ سريلو ڳائڻو پيدا ٿيو ۽ استاد قادر بخش مڱڻهار ريڊيو پاڪستان خيرپور تي مشهور طبلي نواز آهي. هي مڱڻهار خاندان اڄ به ان ڪِرت سان وابسته آهي. جمعو فقير به ان ويڙهي جو فرد هو. جيڪو هڪ غريب مڱڻهار هو پر دل جو سخي هو. سندس غريباڻي اوطاق هر وقت آئي وئي لاءِ کليل هوندي هئي. جمعي فقير جي گهر جي ٻاهران گهڻو ٽنگيل هوندو هو جيترا ماڻهو هوندا، اوترا گهنڊ تي ڏڪ هڻبا هئا. جمعو فقير گهر ۾ موجود هجي يا نه هجي پر اوترن ماڻهن جي ماني اوطاق تي پهچندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن ته ائين به ٿيندو هو ته رستي ويندي بکايل ماڻهن اچي گهنڊ وڄايو هوندو ۽ فقير جي گهروارا اوڌر تي به سيڌو سامان ڪٺي ننگر تيار ڪندا هئا. انهيءَ سڄي ڪم ۾ سندس گهرواريءَ جو ساٿ هو سندس گهر

واري فوت ٿي ته اهو سمورو ڪاروهنوار فقير جي ننهن مائي پيرل سنياليندي آئي. اها پاڳيري پيرل اڄا حال حيات آهي. جمعو فقير هڪ مثالي مهمان نواز هو جو غريب ۽ مسڪين هوندي به سنڌس دل ڪڏهن به لوڏو نه کاڌو. فقير وڏي جمار ۾ 1990ع ۾ گذاري ويو پر سنڌس سخا اڄ به ڳائجي پئي.

**جناح انٽرنيشنل ايئرپورٽ:** پاڪستان جي سڀ کان پهرين ۽ وڏي هوائي اڏي جو نالو جيڪو ڪراچيءَ ۾ واقع آهي. هن هوائي اڏي تي اهو نالو پاڪستان جي باني ۽ پهرين گورنر جنرل قائد اعظم محمد علي جناح جي





نسبت سان رکيو ويو. هيءُ منصوبو 1992ع ڌاري 100 ملين آمريڪي ڊالرن جي لاڳت سان (N.E.S.PAK) نيشنل انجنيئرنگ سروس آف پاڪستان جرمني جي ڪمپنيءَ (فرئنڪ فٽ) جي ماهر انجنيئرن ۽ فرانس جي سوگيا (Sogea) نالي تعميراتي ڪمپني ٺاهي مڪمل ڪيو ۽ هن وقت به هڪ مهانگو ترين تعميراتي منصوبو آهي. شروع شروع ۾ هن کي قائد اعظم انٽرنيشنل ايئرپورٽ سڏيو ويندو هو. جنهن ڪانپوءِ جناح انٽرنيشنل ايئرپورٽ سڏجڻ لڳو. هن وقت هي هوائي اڏو پي. آءِ اي پاڪستان انٽرنيشنل ايئرلائين ۽ بين نجي اڏام ڪمپنين جو مرڪز آهي. هوائي اڏي جي عمارت ۾ جهازن جي اچ وڃ لاءِ مخصوص رستو آهي، جيڪو ٻن سيٽ لائيٽن سان ڳنڍيل آهي. اوپر طرف لڳل سيٽ لائيٽ عالمي مسافرن جي جاچ پڙتال لاءِ مخصوص آهي، جڏهن ته اولهه ۾ لڳل سيٽ لائيٽ گهريلو اڏامن (Domestic Flights) کي صحيح طريقي سان منهن ڏيڻ (Handle) لاءِ آهي. ان کان علاوه هتي هڪ (V.I.P) لائونج آهي، جيڪا صرف (Business Class) تجارتي طبقي لاءِ مخصوص آهي. هوائي اڏي تي جهازن جي بيهڻ لاءِ مخصوص پليٽ فارم آهي، جن کي (Hangers) چئبو آهي، سڀ کان وڏو هئنگر اصفهاني هئنگر جي نالي سان آهي، جيڪو (P.I.A) جي اڳوڻي چيئرمين مرزا احمد اصفهانيءَ جي نالي سان منسوب ڪيل آهي، پاڪستان سول ايوئيشن اٿارٽيءَ جي هيڊ آفيس (ٽرمينل 1) تي جڏهن ته پاڪستان انٽرنيشنل ايئرلائين جي مکيه آفيس، هوائي اڏي جي ميدان تي آهي. جناح عالمي هوائي اڏي تي 3200 کان 3400 ميٽرن تائين جا مخصوص رستا ٺهيل آهن، جن مان هر هڪ جي ويڪر 250 فوٽ آهي.

**جن جو عشق الله سان (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب سگهڙ شاعر فقير محمد قاسم ڪلوڙ جي شاعريءَ جو مجموعو آهي. ڪتاب جو مرتب قمرالدين ڪوسو آهي. هن ڪتاب ۾ فقير محمد قاسم ڪلوڙ جي لوڪ ادب جي مختلف صنفن: حمد، سينگار بيت، گوريءَ جا بيت، ڏهس جا بيت، آجيان بيت، پندرهين صديءَ جا بيت، نصيحت جا بيت، ڏور بيت، ڳرڇيلو ڳجهارت ۽ ٻيا نصيت پريا نقطا شامل آهن. 176 صفحن تي مشتمل، پڪي ۽ رنگين ٽائيٽل واري هن ڪتاب جي قيمت 75 روپيا ڄاڻايل آهي. هي ڪتاب "شاهه عبداللطيف ڀٽائي سنڌ سگهڙ ريسرچ اينڊ ڊولپمنٽ انسٽيٽيوٽ ڪراچي" طرفان 2000ع ۾ ڇپايو ويو.

**جندو پاڙو (رسم):** شاديءَ ڪانپوءِ مڙس جو ساهرن جي گهر ۾ رهڻ جو اقرار لکي ڏيڻ، ساهرن سان گڏ گذارڻ کي جندو پاڙو چئجي ٿو هيءَ سنڌ جي اوائلي رسم آهي، جنهن تحت ڇوڪريءَ جو پيءُ ماءُ ڇوڪري، گهوٽ کي ڏيءَ سان پرڻائڻ بعد پاڻ وٽ رهائڻ جو پابند بڻائيندا آهن. هيءَ رسم اڄ به ڪن جڳهين تي مروج آهي.

**جنم اشٽمي:** جنم اشٽمي، شري ڪرشن ڀڳوان جي جنم ڏينهن سان منسوب هندن جو هڪ وڏو تهوار آهي، جن کي ڪرشن اشٽمي،گوڪل اشٽمي، ڪرشن جيئنتي ۽ ڪانهوڙو به چوندا آهن. جنم اشٽميءَ بابت روايت آهي ته اڄ کان اٽڪل ساڍا پنج هزار سال اڳ، دُئا پُريُگ ۾، 3228 ق. م جي وڪرمي مهيني ۾ بڌي جي سهائي ائينءَ تِٿ، ٻُڌر (اربع) جي ڏينهن، وشنوءَ جي نائين اوتار شري ڪرشن، جمنا نديءَ جي ڪناري، مترا ۾، واسوديوا ۽ ديوڪيءَ جي گهر ۾ جنم ورتو هو (ڏسندا: شري ڪرشن، اينڊڙ جلد). هيءُ تهوار سنڌ، هند، سريلنڪا، نيپال ۽ دنيا جي مختلف ملڪن ۾ رهندڙ سمورا هندو، آگسٽ- سيپٽمبر ڌاري، هن ڏينهن تي ورت رکي، شري ڪرشن جا ٻوتا/ مجسما ٺاهي، سينگاري، سڄيءَ رات ستسنگ آهن. جڏهن ته ٻهراڙين ۾ هارَ توڙي وڏا جهولن ۾ جهولي، رانديون ڪيڏي، هي تهوار ملهائيندا آهن. سنڌ جي ٿرواري حصي ۾ جنم اشٽميءَ کي ڪانهوڙو چون. ٿرجا ماڻهو ان ڏينهن تي ثقافتي لباس پائي، جهنگلي ميوا کائيندا آهن. پارڪر ۾ ان ڏينهن تي دُهل تي ناچ ۽ راسوڙا ڳايا ويندا آهن. ۽ ٻئي ڏينهن تي ڪانهوڙي جو ٺاهيل ٻوتو، نئين شادي ڪيل عورت مٿي تي کڻندي آهي ۽ ان جي پويان ٻيون عورتون گيت ڳائينديون. ڳوٺ جي ويجهو ڪنهن ترائيءَ جي وچ ۾ وڃي ٻُڏو ڪنديون آهن.

**جنم گذاريم جن سان (ڪتاب):** هي ڪتاب پير صاحب پاڳاري جي چيف خليفي عبدالله فقير مگريي جي جماعت ۽ سنڌس مرشد جي يادن تي مشتمل آهي، جيڪي ان 1981ع کان 2007ع تائين مختلف سالن جي ڊائرين ۾ روزمره جي حساب سان لکيون. جيئن ته چيف خليفي جي حيثيت ۾ پوري جماعت جي دعوتن، چوڪين ۽ درگاهه شريف جو سمورو نظام سنڌس حوالي هو. تنهنڪري حضرت پير سائين جون انهيءَ عرصي دوران جيڪي به سنڌ، بلوچستان ۽ پنجاب ۾ دعوتون ٿيون، انهن سمورين دعوتن جي سموري سفر جو منتظم ۽ گائيڊ ڪنڌڙ عبدالله فقير ئي رهيو ان ڪري فقير صاحب انهن سمورن علائقن جو چپگيءَ ريت واقف هو ۽ ان بنياد تي ان پنهنجون



ڊائريون لکيون، جن ۾ پوري سنڌ جي ماڳ مڪانن، ڳوٺن ۽ شهرن جتي جتي ڄر جماعت آهي، جي بهترين چاڻ ڏني آهي. هن نرالي چاڻ کي حافظ محمد يوسف سڪندري ٻنيري ترتيب ڏئي سڪندريہ پبليڪيشنز جامعہ راشديہ درگاهہ شريف پير جو ڳوٺ طرفان 1430هه/ 2009ع ۾ شايع ڪرايو آهي. هن ڪتاب جي شروع ۾ فقير صاحب جون يادگار تصويرون ۽ آخر ۾ شهرن ۽ ڳوٺن جا نالا بہ ڄاڻايا ويا آهن.

چار رنگي ٽائيٽل جي ڪتابت فقير فيض محمد سڪندريءَ جي ٿيل آهي. پڪي جلد ۽ 236 صفحن ۽ ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 150 روپيا ڄاڻايل آهي.

**جواد جعفري**: ناليواري شاعر جواد جعفريءَ جو پورو نالو جواد حسين ولد انور حسين جعفري آهي. هي 6 ڊسمبر 1963ع تي لاڙڪاڻي شهر ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم لاڙڪاڻي ۾ پرائڻ بعد ايم. اي (سياسيات- 1993ع) ۾ شاهہ لطيف يونيورسٽيءَ خيرپورميرس مان ۽ ايم. ايڊ 1999ع ۾ سنڌ زرعي يونيورسٽي ٽنڊو ڄام جي آف ڪئمپس پروگرام تحت ڪئي. هيءُ 1988ع ۾ هاءِ اسڪول بنگلديري ۾ استاد مقرر ٿيو ۽ 1995ع ۾ ميونسپل هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي ۾ مقرر ٿيو ۽ 1998ع ۾ ايڇ. ايس. ٽي طور ترقي ماڻيائين.



جواد جعفريءَ جو نانو نواز علي 'نياز' جعفري پنهنجي وقت جو مشهور شاعر هو. جواد جعفري ان نسبت سان گهريلو ماحول ۽ شاعر دوستن جي صحبت ۾ 1987ع کان باضابطا شاعري ڪرڻ لڳو. سندس رهنمائي سنڌي ادبي سنگت شاخ لاڙڪاڻي جي تنقيدي گڏجاڻين ۾ ٿي. هن شاعريءَ جي سڀني صنفن ۾ طبع آزمائي ڪئي آهي. هن ڪيترائي نوحا پڻ لکيا آهن. سندس ڪيترائي نوحا نديم سرور، صادق علي، غلام شبير سمي سميت ٻين ڳايا آهن.

جواد جعفريءَ جا ڪيترائي ڪلام، احمد مغل، ارشد محمود، حميره چنا، عاشق نظاماڻيءَ سميت ٻين فنڪارن، فنڪارائن ڳائي خوب داد حاصل ڪيو آهي. ارشد محمود جي آواز ۾: "توکي چاهيوسين" بيحد مقبول ٿيو. مختلف فنڪارن جي آواز ۾ سندس ڪيترائي ڪلام ريڊيو ٽي. ويءَ تان نشر ٿيندا رهن ٿا. هيءُ انجمن حسيني مرڪزي امام بارگاهہ جعفريہ لاڙڪاڻي جو سالارِ ماتمي دستہ آهي ۽ سلو ڪرڪيٽر پڻ آهي، جنهن ۾ هو لاڙڪاڻي ضلعي جو ڪوچ، چيف سليڪٽر ۽ ماسٽرس ڪرڪيٽ ڪلب لاڙڪاڻي جو ڪئپٽن پڻ رهيو آهي، هيءُ لاڙڪاڻي جو مشهور آل رائونڊر آهي.

هي ڪيترا اوارڊ ۽ ٽرافيون کٽي چڪو آهي. سندس غزلن جو مجموعو "توکي چاهيو سين" ڪنول پبليڪيشن قنبر طرفان شايع ٿيل آهي. جڏهن تہ لاڙڪاڻي جي 14 شاعرن جي گڏيل شعري مجموعي 'ڏات ڏيئا ٻاريا' ۾ پڻ سندس شاعري شامل آهي، جنهن کي ناليواري شاعر رياضت ٻرڙي سهيڙي ڏاهپ پبليڪيشن لاڙڪاڻي طرفان 2010ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. جواد جعفريءَ کي سچل ادبي مرڪز لاڙڪاڻي طرفان بهترين شاعر سميت ڪيترائي اوارڊ، سرٽيفڪيٽ ملي چڪا آهن. هي هن وقت ميونسپل هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي ۾ استاد طور ملازمت ڪري رهيو آهي.

**جوين جڙي**: هڪ قسم جي ٻهاڙي ٻوٽي، جيڪا گجر جهڙي ٿئي ٿي، هن جا پن ڪچالن جهڙا ۽ گل واڱڻائي ٿين ٿا. هن تي سوئر جي وارن جهڙيون تندون ٿين ٿيون ۽ سوئر هن کي گهڻو کائين ٿا. ٻاهران اڇي ۽ اندران ڪير جهڙي سفيد ٿئي ٿي، بک لڳائيندڙ، طاقت ڏيندڙ، ٿڃ وڌائيندڙ، سوڄ لاهڻ لاءِ بہ فائديمند آهي.

**جوت** (رسالو): هيءُ رسالو پندرنهن وار هو ۽ 1896ع ۾ جاري ٿيو. هن رسالي جو ايڊيٽر ليکراج پڌلو ڪچند هو ۽ سرپرست، سنڌ جو مشهور عالم ۽ اديب پرمانند ميوا رام هو. هيءُ اخبار نما رسالو علمي ۽ ادبي مضمون شايع ڪندو هو ۽ منجهس شعرن جا انتخاب پڻ شايع ٿيندا هئا. هيءُ رسالو گولڊن جوبلي نمبر 1946ع ڪڍڻ بعد بند ٿي ويو.

**جوُڙ**: اُٺ کي اڳين پيرن ۾ سوڙهو ڪري ٻڌبو آهي تہ اُن کي "جُوڙَ" چوندا آهن. ائين ڪرڻ سان اُٺ آهستي آهستي هلي چري سگهندو آهي، جنهنڪري جهنگ ۾ چرڻ لاءِ ڇڏڻ بعد اُن کي ڳولي هٿ ڪرڻ ۾ تڪليف نہ ٿيندي آهي.

**جوڳيا**: ڄؤرون هٽي خراب رت ڪڍڻ وارا. اڳوڻا طبيب گهڻين بيمارين کي رت جي خرابيءَ جو سبب چوندا هئا. ان جي علاج واسطي خراب رت ڄؤرن وسيلي ڪڍرائڻ جو بندوبست ڪندا هئا. ان لاءِ ڪن حالتن ۾ 'سِر چوڙيندا' هئا تہ ڪن حالتن ۾ خراب رت ڄؤرن کان چوسائي ڪڍرائيندا هئا. ڄؤر رت چوسيندڙ جيت آهي، جنهن کي جوڳيا ذات جا ماڻهو پالي ۽ سنڀالي طبيبن جي ڏس موجب رت ڪڍندا آهن.

**جوڻيجا مسجد، امروٽ شريف**: هيءَ مسجد امروٽ شريف، تعلقي ڳڙهي ياسين، ضلعي شڪارپور جي جوڻيجا ڳوٺ ۾ هوندي هئي. 1922ع ڌاري ڪير ٿر واهہ کوٽائڻ لاءِ انگريز سرڪار جوڻيجن جي ڳوٺ کي لڏڻ جو



نوٽيس ڏنو تہ ڳوٺ جا ماڻهو سرڪار کان معاوضو وٺي وڃي ٻئي هنڌ ويٺا. انگريز سرڪار ڳوٺ جي جاين، مسجدن کي ڊاهي ڪير ٿر واهہ جي کوٽائي

شروع ڪئي هئي. مولانا تاج محمود امروٽي جوٽيجا ڳوٺ جي مسجد شهيد ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ تعلقي جي مختيارڪار، ڪليڪٽر ۽ ٻين ذميوار اختيارين کي درخواستون ڏنيون پر ڪو خاطر خواهه نتيجو نه نڪتو. مولانا تاج محمود امروٽي انگريز سرڪار سان مقابلي جو اعلان ڪندي جماعت کي اپيل ڪئي ته پاڻ سان ڪفن ٻڌي قربانيءَ لاءِ تيار ٿي اچو. ڪيترائي ماڻهو مسجد بچائڻ لاءِ پهچي ويا ۽ مسجد جي چوڌاري نگهباني ڪرڻ لڳا. انگريز سرڪار ڪين مسجد خالي ڪري وڃڻ لاءِ چيو، پر مولانا تاج محمود امروٽي جماعت سميت پنهنجي فيصلي تي قائم رهيو. انگريز سرڪار ماڻهن جي مزاحمت کي ڏسي پنهنجو فيصلو واپس وٺڻ تي مجبور ٿي. اها ننڍڙي مسجد ڪير ٿر واهه جي وچ ۾ ڏڙي تي ڪيترو وقت قائم هئي. سيڪ ۽ سيلاب سبب زبون ٿي وئي. امروٽ درگاهه جي سجاده نشين سيد محمد شاهه امروٽي تڏهوڪي وزيراعليٰ سنڌ عبدالستار پيرزادي سان ملي ٻئراج جي ڪناري مسجد تائين پل سميت ٻيهر مسجد تعمير ڪرائي، جيڪا اڄ يادگار طور موجود آهي، جتي هاڻي هڪ ديني مدرسو 'تاج المدارس' قائم آهي. هن مسجد کي پاڻي واري مسجد پڻ سڏيو ويندو آهي.

**جهان خان ڏنڊ:** هن کي جهان خان جي ڇڇ به سڏيو ويندو آهي. چوهڙ جمالي پرسان واقع هيءَ ڏنڍ ملڪاڻين جي ذاتي ڏنڊ آهي، هن ڏنڊ ۾ پڪي ۽ مڇي جام مري ٿي. هتي سياري ۾ پرڏيهي پکي جهجهي تعداد ۾ ايندا آهن. هيءَ علائقي جي وڏين ڏنڊن ۾ شمار ٿئي ٿي.

**جٿسنگهاڻي، شنيو:** ناليواري سماجي ڪارڪن شنيوءَ جٿسنگهاڻي 18 آگسٽ 1928ع تي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. هن ابتدائي تعليم شڪارپور مان ورتي. نوجوانيءَ ۾ هن 'هم دم' نالي هڪ سماجي اداري جو بنياد وڌو، جنهن جو مقصد معاشري جي نادار ماڻهن کي طبي سهولتون، اجهو ۽ ڪاڌو فراهم ڪرڻ هو. شنيو 14 سالن جي عمر ۾ 'هندستان ڇڏيو تحريڪ' (Quit India Movement) ۾ پڻ حصو ورتو. جنهن جي نتيجي ۾ ڪيس ڪراچي جيل موڪليو ويو. 1947ع ۾ ورهاڱي کان پوءِ شنيو هندستان ويو ۽ شروع ۾ آديپور ترسيو. ان کان پوءِ هو ڪجهه عرصو مارواڙ رهيو. انهيءَ عرصي دوران هن سنڌين کي هندستان ۾ نئين سر آباد ڪرڻ ۽ بنيادي سهولتون مهيا ڪرڻ ۾ ڪا ڪسر نه ڇڏي. هو انهن کي طبي سهولتون، ڪاڌو، ڪپڙو لٽو وغيره مهيا ڪندو رهيو. هن اهو ڪم هند سرڪار جي فلاحي اداري 'سنڌي سماج' جي ميمبرن خاص طور تي ڊاڪٽر چوئٿرام جي سهڪار سان ڪيو. ڪجهه عرصي کانپوءِ هو اجمير هليو ويو، جتي هن سماجي سرگرمين ۾ ڀرپور حصو ورتو ۽ 'ڪلاڪار فلم مئگزين' شايع ڪرڻ جي شروعات ڪئي. ٻه سال ڪاميابيءَ سان رسالي کي هلائڻ بعد هو دهلي هليو ويو ۽ هن بليز ايڊورٽائيزنگ پرائيويٽ لميٽيڊ ۾ سيلز مئنيجر جي حيثيت سان ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. اهو ڪم هن مسلسل 32 سالن تائين ڪيو. انهي عرصي دوران 1960ع ڌاري هو "سنڌي نوجوان سڀا" سان لاڳاپيل رهيو ۽ ان کان علاوه تاحيات ميمبر ۽ سماجي ۽ ثقافتي سيڪريٽري ڪان سواءِ سنڌو سماج جو سيڪريٽري پڻ رهيو. هن 'سنڌو ڪالا سنگرام' نالي هڪ سنڌي ٿيٽر گروپ لاءِ ڪوششون ورتيون. انهي ٿيٽر گروپ ذريعي هن سنڌي ثقافت کي فروغ ڏنو. هيءَ انهيءَ ٿيٽر گروپ جو صدر ۽ نائب صدر رهيو. ساڳئي دور ۾ هن 'اوڪا پنڌ پيار جا' نالي هڪ سنڌي وڊيو فلم پڻ ٺاهي.

شنيو 'اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا' جو پڻ ميمبر رهيو. هن ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميمبر جي حيثيت ۾ بوٽ ڪلب نيو دهليءَ اڳيان بک هڙتال ڪئي ته گورنمينٽ آف انڊيا جي 8 آئين شيڊول مطابق سنڌي ٻوليءَ جي اهميت کي تسليم ڪيو وڃي. هي بوٽ ڪلب جو 1967ع ۾ نائب صدر ٿي رهيو. گذريل 35 سالن کان هيءَ سنڌي ايجوڪيشن سوسائٽي جو سرگرم ميمبر آهي. هن وقت هيءَ سنڌي اڪيڊمي دهليءَ جو نائب صدر آهي ۽ تازو ئي هن کي سنڌي اڪيڊمي دهليءَ جي طرفان 'لئنگئيج ڊولپمينٽ اوارڊ' ۽ 'سنڌو سڀا' دهليءَ جي اوارڊ سان پڻ نوازيو ويو. هو سري اڏيڪاري برادرس ٽيليويزن نيٽ ورڪ لميٽيڊ جي سينيئر نائب صدر جي عهدي تي پڻ فائز آهي. اها ساڳي ڪمپني هندستان جي پهرين چئنل جنمت (Janmat) ۽ نئين چئنل مي مراٺي (Mi Marathi) کي پڻ هلائي ٿي.

**جئه هند ڪاليج سنڌي سرڪل، بمبئي:** 1952ع کان بمبئي ۾ قائم ٿيل هن سرڪل جو بانيڪار پروفيسر رام پنجواڻي هو. جنهن پنهنجا مشهور سنڌي ناٽڪ 'مومل راڻو'، 'پڪي ۾ پدمڻي' (عمر مارئي) 'راءِ ڏياچ'، 'نوري جام تماچي' وغيره پيش ڪيا. ان کان سواءِ هن سرڪل انٽر ڪاليجئيٽ ناٽڪ چٽاڀيٽين ۾: شل چور اچن، مائٽي، چڪر وغيره ناٽڪ به پيش ڪيا. هن ۾ حصو وٺندڙ مشهور اداڪار نرملا ميرچنداڻي ۽ موهن بيلاڻي هئا.

**جيجل ماءُ (فلم):** فيمس سٽي فلمن جي پيشڪش هيءَ مشهور سنڌي فلم جمعي ڏينهن 9 نومبر 1973ع تي رليز ٿي. فلم جو هدايتڪار اي.ايڇ صديقي، موسيقار غلام علي ۽ پروڊيوسر به اي. ايڇ صديقي ئي هو. جڏهن ته چڪوري، مشتاق چنگيزي، ملڪ انوکو، روشن لاڊو، رمضان، گدو ۽ قربان جيلاني اداڪارن ۾ شامل هئا. هيءَ فلم تاج محل سئنيما ڪراچي، نشاط سئنيما حيدرآباد، پيراڊائز سئنيما سکر، راحت سئنيما حيدرآباد، نگار سئنيما لاڙڪاڻي، تاج سئنيما ٽنڊي محمد خان ۽ شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊي آدم ۾ ڪيترائي پيرا پردي تي ڏيکاري وئي.

**جيسڙو** (Jassid): هيءَ سائي رنگ جو چست جيت آهي. بالغ توڙي ٻچا پنن مان رس چوسيندا آهن. رس چوسڻ دوران سنڌن زهريلو مادو پنن ۾ داخل ٿي ويندو آهي، جنهن ڪري پنن ۾ گهنج پئجي ويندا آهن. زرعي



ماهرن موجب انهيءَ ۽ پنن جون ڪناريون پيليون نظر اينديون آهن. ان جي زهر سبب فصل تباهه ٿي ويندا آهن. جيت کان بچاءَ لاءِ ڪنفيڊرو (ايس. ايل 200) استعمال ڪبي ته جيت مري ويندا.

**جيسمين باغي**: هيءُ سدا بهار ٻوٽو آهي، جنهن ۾ ٽاريون نـﮧ ٿينديون آهن. پن گولائي تي ٻنهي چيڙن کان هڪ جهڙا ٿيندا آهن. هن ۾ نـنـديـون ڏانديون جيڪي ﮧ کان ڇهه سينٽي ميٽر ڊگهيون هونديون آهن. هن جو فروٽ ڀيرين سائو پوءِ ڳاڙهو ٿي ويندو آهي. هن جو اصلي ملڪ جاپان آهي. چين ۽ هندوستان جي باغن ۾ پڻ پوکيو ويجي ٿو. هن کي سنسڪرت ۾ گندهاراجا، هنديءَ ۾ گندھ راج ۽ انگريزيءَ ۾ 'Cap Jasmine' چون ٿا. هن جو مزاج گرم آهي، سنڌ ۾ ﮧ ٿئي ٿو.

**جيمس برجيس، ڊاڪٽر**: هندستاني آثارِ قديمه تي دسترس حاصل ڪندڙ هن ماهر جو جنم 1932ع ڌاري ڪرماهوئي، ڊمفرائيشائر ۾ ٿيو. ابتدائي تعليم پنهنجي شهر ڊمفرائيشائر مان، جڏهن ته ثانوي ۽ اعليٰ ثانوي تعليم گلاسگو ۽ ايڊنبرگ مان حاصل ڪيائين. 1856ع ۾ هندستان جي شهر ڪلڪته ۾ تعليمي سرگرمين سان منسلڪ ٿي پنهنجي عملي زندگيءَ جو آغاز ڪيائين. جتان پوءِ ڪيس 1861ع ڌاري بمبئي ڏانهن بدلي ڪيو ويو. بمبئي ۾ رهندي پاڻ بمبئي ۽ ان جي پرياسي ۾ موجود تاريخي ماڳن جي فنِ



تعمير ۽ قديم آثارن/ نوادرات کان تمام گهڻو متاثر ٿيو. آثارِ قديمه متعلق اڳوات ئي دلچسپي هجڻ سبب هن هندستان جي تاريخي فن تعمير جو تفصيلي مطالعو ڪيو. 1866ع ڌاري رائل ايشيائٽڪ سوسائٽي جو ميمبر ٿيو. 1868ع ۾ بمبئي جاگرافيڪل سوسائٽي جو سيڪريٽري مقرر ٿيو ۽ 1869ع ۾ تحقيقي حوالي سان پهريون ڪتاب The Temples of Satrunjaya شايع ڪرايو. 1871ع ۾ ٽڪرين تي کوٽيل آڳاٽي دؤر جي مندرن تي تحقيق ڪندي هڪ ڪتاب Rock-cut Temples of Elephanta نالي سان شايع ڪرايو. 1872ع ۾ هن مشهور سائنسي تحقيقي جي اشاعتي اداري The Indian Antiquary جو بنياد وڌو ۽ تيرهن سالن جي طويل عرصي تائين ساڳئي The Indian Antiquary نالي سان تحقيقي رسالي جي ايڊيٽر ۽ چيرائيندڙ طور ڪم ڪيائين. تيرهن سالن جي عرصي کانپوءِ هن اها ذميواري مسٽر فليٽ ۽ سر رچرڊ ٽيمپل جي حوالي ڪئي. 1873ع ۾ ڪيس بمبئي سرڪار پاران اولهه هندستان ۾ آثارِ قديمه جي تحقيق/ سروي جو سربراهه مقرر ڪيو ويو سندس ڪيل تحقيق ۾ آڳاٽي دؤر جو غار اندر واقع ايلورامندر، برهمڻ، جينا ۽ ٻڌمت دؤر جي غارن ۾ قائم ڪيل مندر، ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ مان لڌل قديم نادر شين جي ڪوجنا، گجرات جي مختلف علائقن ڀاروچ، ڪامبي، ڍولڪا، چمپانير ۽ محمود آباد ۾ موجود آڳاٽي دؤر ۽ اسلامي دؤر جي تاريخي ماڳن، اسلامي فنِ تعمير بابت ڪيل تحقيقون شامل آهن.

پاڻ هندستاني آثارِ قديمه جي حوالي سان سائنسي بنيادن تي تحقيق جي پايي وجهندڙ طور سڃاتو ويجي ٿو ڪيس هندستان جي 400 سالن جي تاريخ تي مشتمل ڪتاب Chronology of India تحرير ڪرڻ جو اعزاز پڻ حاصل آهي. سندس شايع ٿيل تحقيقي ڪتاب هن وقت تائين انتهائي اهميت جا حامل آهن ۽ قديم آثارن جي تحقيقي سلسلي ۾ حوالي طور ڪتب ايندا رهن ٿا. هن جي ڇپيل ڪتابن ۽ تحقيقي رپورٽن جي فهرست هيٺينءَ ريت آهي:

- Report On The Antiquities Of Kathiawad And Katch, Being The Result Of The Second Season's Operation Of The Archaeological Survey Of Western India. 1874-75 (Published In 1876).
- Report On The Antiquities In The Bidar And Aurangabad Districts (1878).
- Inscriptions From The Cave. Temples Of Western India, With Descriptive Notes (1881)
- Report On The Buddhist Cave Temples And Their Inscriptions (1883)
- Report On Elura Cave Temples And The Brahmanical And Jaina Caves In Western India (1883)
- The Buddhist Stupas Of Amaravati And Jaggayyapeta In The Krishna District, Madhras Presidency, Surveyed In 1882 (1887).
- The Antiquities Of The Town Of Dabhoi In Gujrat (1888).
- The Indian Antiquary: A Journal Of Oriental Resrarch, With Richard Carnac Temple, John Faithful Fleet, Royal Anthropological Institute Of Great Britain And Ireland, Stephen Meredyth Edwardes, Charles Evelyn, Arbuthnot Willian Oldham 10 Editions (7 Books) Frst Published In 1893.
- On The Mohammadan Architecture Of Bharoch, Combay, Dholka, Champanir And Mahmudabad In Gujrat (1896)
- The Muhammadan Architecture Of Ahmadabad (1900)
- The Architectural Antiquities Of Northern Gujrat, More Especially Of The Districts Included In Baroda State (1903).
- A Guide To Elura Cave Temples 1927.
- Epigraphia Indica (1970).
- Report Of The First Season's Operation In The Belgam And Kaladgi Districts, January To May 1874 (1971).
- Notes On The Amaravati Stupa (1972) (16) The Chronology Of Modern India For Four Hundred Years, A. D. 1494-1894 (1972).
- Elura Cave Temples (1972).
- The Chronology Of Indian History (1972).
- The Temples Of Sathrunjaya, The Celebrated Jaina Place Of Pilgrimage, Near Palitana In Kathiawad, With Historical An Descriptive Introduction, 1st Edition 1976, 2nd Edition 1977.
- The Hand- Gazetteer Of India (1977). (21) Report On The Antiquities Of Kutch & Kathiawad (1991).

**جين فرانڪوئس جيرج** (Jean-Francois Jarrige): آثار قديمه جي هن ماهر جو جنم 5 آگسٽ 1940ع تي ٿيو. ابتدائي تعليم مڪمل ڪرڻ ڪانپوءِ 1961ع ۾ مقامي اداري ايڪول ڊو لووري (Ecole du Lourvre) مان قديم شين جي سنڀال جو علم (Curatorial Course)، 1965ع ڌاري پيرس يونيورسٽي مان (Licence-es-lettre)، 1967ع ۾ E cole du Louvre مان آثار قديمه جي علم تي ڊپلوما حاصل ڪيائين جڏهن ته 1966ع ڌاري لائيون يونيورسٽي (University of Lyon) مان سنسڪرت ٻوليءَ تي ڊپلوما ۽ 1971ع ۾ پيرس يونيورسٽي مان اوڀر- ايشيائي آثار قديمه (Oriental Archaeology) ۾ ڊاڪٽريٽ جي سند حاصل ڪيائين. عملي زندگيءَ جو آغاز 1965ع ۾ سائنسي تحقيق جي قومي ڪائونسل (National Council of C.N.R.S, Scientific Research) ۾ تحقيقي اسسٽنٽ طور ڪيائين، جنهن بعد ترقي ڪندي 1967ع ۾ سينيئر محقق، 1972ع ڌاري تحقيقي ڪمن جو نگران، 1975ع ۾ فرينچ آثار قديمه جي رٿا موجب پاڪستان جي قديم آثارن تي تحقيق جو سربراهه، 1985ع جي عرصي دوران (Council of Sceintific Research 'C.N.R.S') جو ڊائريڪٽر ۽ 1986ع ۾ گيمٽ (Guimet)، پيرس ۾ موجود ايشيائي فن جي قومي عجائب گهر جو سنڀاليندڙ ۽ سربراهه مقرر ڪيو ويو.



ازدواجي زندگيءَ ۾ سندس شادي ڪيٿرين جيرج سان ٿي، جنهن مان ڪيس ٻن نياڻين جو اولاد ٿيو. آثارِ قديمه تي تحقيقي سرگرمين جي ابتداء هن 1963ع ۾ قديم آثارن جي ماهر ۽ محقق جي. ايم. ڪيسل (J. M. Casal) جي نگراني ۾ بلوچستان ۾ موجود قديم ماڳ نندو واري (Nindowari) تي کوٽائي سان ڪئي، جيڪا ٻه- اڍائي سال جاري رهي. ان ڏس ۾ هن بي اهم ۽ وسيع پيماني تي کوٽائي 1969ع کان وٺي 1974ع تائين بلوچستان جي تاريخي ماڳن تي ڪندي، پيرڪ جي کوٽائي ۾ حصو ورتو. هي کوٽائي ڪافي عرصو هلي، جنهن مان تحقيق ڪندي نتيجو ڪڍيائين ته پيرڪ (Pirak) هڪ آباد وسندي رهي آهي. اٺين هزاري ق. م. کان پهرين ق. م. جي آخر تائين هن جي اهم کوٽائي، جنهن ڪيس دنيا سان روشناس ڪرايو اها 'مهر ڳڙهه' هئي، جنهن تي هن 1997ع کان 2000ع تائين کوٽائي ڪري ثابت ڪيو ته مهر ڳڙهه اوائلي سنڌو تهذيب جو ماڳ 7000 ق. م. ۾ آباد هو ۽ هتان اٿي ماڻهن موهين جي دڙي کي آباد ڪيو. هي ماڳ 7000 ق. م. کان 25000 ق. م. تائين هڪ وسندڙ شهر هو ان سڄي تحقيقي رٿا ۾ 1963ع کان 2000ع تائين جي طويل عرصي دوران سربراهه تي رهيو. جنهن ۾ 1997ع کان 2000ع تائين مهرڳڙهه ۾ نئين پاهڻي دور جي کوجنا ۽ کوٽائي پڻ شامل آهي.

بلوچستان جي قديم آثارن تي کوجنا ۽ کوٽائيءَ دوران هن پهرين نمبر پهرين هزاري جي اڌ ۽ اٺين هزاريءَ جي پڇاڙيءَ تائين سنڌو ماٿري جي الهندي سرحدي علائقن ۾ آباد قديم ماڻهن جي زندگي ۽ مشغلن بابت ڪي اهم حقيقتون سامهون آنديون. وچئين پاهڻي دور ۽ نئين پاهڻي دور جي پسمنظر ۾ سندس ڪيل تحقيق سان موهن جي دڙي، هڙپا تهذيب ۽ ٽين صديءَ جي عظيم شهرن متعلق ڪي اهم ثابتيون پيش ڪيون، جيڪي پوءِ مجموعوي طور سنڌو ماٿري تهذيب کي سمجهڻ ۾ مددگار ثابت ٿيون. ان کان علاوه پاڻ 1986ع کان ميوزي گيمٽ (Musee Guimet) ۽ پيرس ۾ گرانڊ پلائس ۾ هر سال تي ڪان چار قديم آثارن جي نمائش ڪندڙ اداري جي سربراهي ڪري رهيو آهي. پاڻ آثار قديمه جي ٽولي، نيشنل سائنٽيفڪ ريسرچ ڪائونسل ۽ ميوزي گيمٽ جي گڏيل ٽيم جي وچ بلوچستان، ڏکڻ بلوچستان، افغانستان، تاجڪستان، منگوليه ۽ لائوس (Laos) ۾ کوٽاين دوران سربراهيءَ جا فرض سرانجام ڏيندو رهيو. پاڻ مختلف وقتن ۾ آثار قديمه جي اهم ۽ ناليوارن ادارن جو ساٿي ڪارڪن ۽ سربراهه طور خدمتون سرانجام ڏنيون، جيڪي هيٺينءَ ريت آهن:

(1) ايشيائڪ سوسائٽي پيرس جو فيسلو.
(2) اڪلول فراسيز ڊي ايڪسٽريم اورينٽ جو صلاحڪاري بورڊ جو ميمبر
(3) فرينچ آرڪيالاجي ريسرچ جي صلاحڪاري بورڊ جو چيئرمين.
(4) اڪيڊمي آف فرانس جو 1997ع لاءِ چونڊيل ميمبر.

پاڻ پنهنجي قابليت ۽ آثار قديمه بابت ڪيل خدمتن عيوض هيٺيان اوارڊ حاصل ڪري چڪو آهي:

- 1987: Sitara-E-Pakistan.
- 1996: Officier De L'ordre Du Merite
- 2001: Officier De La Legion D'honneur.

مهر ڳڙهه بابت سندس پنهنجي رپورٽ اڃا شايع نه ٿي آهي، پر مهر ڳڙهه تي سندس کوٽائيءَ جي روشنيءَ ۾ سنڌ ثقافت کاتي (Mehr Garh) نالي ضخيم ڪتاب انگريزيءَ ۾ ڇپايو آهي.

**جيوڻ لال**: ناليوارو ويدانتي شاعر صوفي ڀڳت جيوڻ لال ولد حڪيم پائي راڌا ڪرشن، 1866ع ڌاري شڪارپور ۾ جنم ورتو. هيءَ ننڍي هوندي کان تيز فهم ۽ مزاج ۾ سلڇڻو هو. ننڍي هوندي کان سمجهدار هئڻ باعث درسگاهه ۾ سدائين پهريون نمبر ايندو هو. ڪيس درسگاهه ۾ پڙهندڙ هڪ جيڏن ۾ ناماچاري ملي. سندس والد به علم ۽ صوفي ازم سان انس رکندڙ هو اهو ئي ڪارڻ هو ته هو تمام ننڍي وهيءَ ۾ ئي سال جو گهڻو حصو ڪنڊڙي شريف جي صوفين جي صحبت ۾ گذاريندو هو. جڏهن ته فقط ٻه مهينا ايشور ڀڳتيءَ جي تعليم ۾ صرف ڪرڻ ويهندو هو. هن روحل فقير جي سلسلي جي بزرگ محمد حسن جي هٿ تي بعيت ڪئي ۽ ان جو مريد ٿيو جنهن هن کي تصوف جو اڀياس ڪرايو ۽ وحدة الوجود جي رمزن کان آگاهي ڏني. هيءُ ڪيترو ئي عرصو ڪنڊڙي شريف ۾ رهي تصوف جي فڪر جو اڀياس ڪندو رهيو هن دنياوي تعليم ۾ به پنهنجو پاڻ موڪيو. نهايت ئي قابل ٿيو 1884ع ڌاري پبلڪ سروس ڪميشن جو امتحان پاس ڪيائين ۽ سڄي سنڌ ۾ پهريون نمبر آيو. روينيو کاتي ۾ ڪيس ملازمت ملي. نوڪريءَ دوران نهايت ايمانداريءَ ۽ فرض شناسيءَ سان پنهنجا فرض بجا آندائين. ڪجهه وقت بعد نوڪري ڇڏي صوفي مت اختيار ڪري ذڪر

فڪر ڪرڻ وينو. گهڻو وقت راڳ ويراڳ ۾ گذارڻ لڳو. ان وقت تازو سڪر ۾ پنڊت ليکراج 'آريا سماج' جو بنياد رکيو. بابو ليکراج سکر ريلوي اسٽيشن تي ملازمت ڪندو هو. جنهن جي معرفت سندس صحبت پنڊت ليکراج سان ٿي. ان ڪانپوءِ هيءُ به 'آريا سماج' جي ويدن جي پرچار ڪرڻ لڳو. هن 'آريا سماج' جي پليٽ فارم تان بهاولپور، ملتان، مظفر ڳڙهه ۽ ٻين شهرن ۾ وجي ليڪچر ڏنا. هيءُ بهترين شاعر به هو. پنهنجي ڪلام ۾ ڪنڊڙي شريف جي گادي نشين ۽ پنهنجي مرشدن جو ذڪر تمام سٺي نموني ڪيو اٿس. سندس ڪلام جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

روحل اوتار، ڪنڊڙي آهي پريم منڊلي
شاهه سائين پيد بتايو غلام علي گلزار.

**جيئل اوڏ**: نامور محقق جيئل اوڏ ولد اتم چند اوڏ پهرين جنوري 1944ع تي ڳوٺ شاهه پاري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو. هن پرائمري تعليم 1955ع ۾ پي. وي اسڪول لاڙڪاڻي مان، مئٽرڪ 1962ع ۾ ميونسپل هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي مان، بي. اي ۽ ايم. اي سنڌيءَ ۾ سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري مان حاصل ڪئي. ان ڪان سواءِ بين الاقوامي تعلقات ۽ سوشالاجيءَ ۾ ايم. اي ۽ ايل. ايل. بي پڻ ڪئي اٿس. 1966ع کان هن لکڻ جي شروعات ڪئي. شروع کان وٺي تحقيق ۾ دلچسپي هئس. سندس ڪيترائي تحقيقي مضمون ماهوار نئين زندگي ۽ ٽماهي مهراڻ ۾ شايع ٿيندا رهيا آهن. 1968ع ۾ فيملي پلاننگ کاتي ۾ ملازمت اختيار ڪيائين. 2004ع ۾ ڊيموگرافر جي عهدي تان رٽائر ڪيائين. جيئل اوڏ سنڌي ادبي سنگت شاخ باراني مغيري، ضلعي لاڙڪاڻي سان سلهاڙيل رهيو آهي. جيئل اوڏ ائنٿراپالاجيءَ سان دلچسپي رکي ٿو. هن لاڙڪاڻي شهر، موهن جي دڙي کان سواءِ وڻن ٻوٽن جي انيڪ موضوعن تي جداگانه تحقيق ڪري پنهنجو هڪ الڳ مقام حاصل آهي. سندس شايع ٿيل ڪتاب 'سنڌ شناسي' 2010ع ۾ اتم پبليڪيشن لاڙڪاڻي طرفان شايع ٿيل آهي. جنهن ۾ تحقيقي مضمون ۽ مقالا شامل آهن. هن وقت لاڙڪاڻي ۾ رهائش پذير آهي.



**جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن** (جساف): جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن (جساف) جو بنياد 1972ع ڌاري جيئي سنڌ هلچل جي باني سائين جي. ايم. سيد رکيو. هيءَ سنڌي شاگردن جي پهرين قومپرست سياسي جماعت آهي. هيءَ شاگرد جماعت سنڌي ماروئڙا اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۽ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي گڏيل قيام سان وجود ۾ آندي وئي. جنهن جو پهريون يونٽ سنڌ يونيورسٽي، ڄامشوري ۾ 31 مارچ 1972ع تي برپا ٿيو. هن جي پهرين مکيه اڳواڻن ۾ شاهه محمد شاهه، اقبال ترين، مولا بخش لغاري، يوسف جکراڻي ۽ ٻيا هئا. هن جي منشور ۾ نيشنلزم، سيڪيولرزم، جمهوريت سوشلزم جهڙا نقطا شامل ڪيا ويا. جڏهن ته جدوجهد جي نقطن ۾ اٺ نقطا- جن ۾ شاگردن جي فلاح بهبود، اسڪالرشپن جي حصول لاءِ جدوجهد، قومي شعور جي جاڳرتا وغيره جهڙا نقطا شامل ڪيا ويا. اڳتي هلي هن شاگرد تنظيم سنڌ جي نمائنده قومي جماعت جيئي سنڌ محاذ، جيئي سنڌ تحريڪ وغيره کي جنم ڏنو. هن پارٽيءَ جي چونڊ جو سرشتو نج جمهوري طرز جو آهي. هن شاگرد جماعت سنڌي ٻولي، قومي ٻولي سميت مارشلائن، تعليم دشمن پاليسين، شاگردن جي بهتر تعليمي ماحول جي لاءِ شروع ۾ انتهائي بيباڪيءَ سان جدوجهد ڪئي آهي. هن جا ڪيترائي اڳواڻ مولا بخش لغاري، الطاف ٽنيو، بشير خان قريشي، دودو مهيري، گل محمد جکراڻي، قادر مگسي ۽ ٻيا جيلن جي سختين جي عتاب هيٺ رهيا. ٽوڙي ڦاٽڪ جو سانحو پڻ هن شاگرد جماعت سان واڳيل آهي، جنهن ۾ 1984ع ڌاري پنج شاگرد قانون لاڳو ڪندڙ اختيارين جي ڪارروائي ۾ شهيد ٿي ويا ۽ ڏيڍ سئو کان مٿي مزاحمت ڪري جيلن ۾ واڙيا ويا. جن کي ڦٽڪن هڻڻ سميت اذيتناڪ عتابن واريون سزائون ڏنيون ويون. ضياءَ جي آمريت سميت ٻين سياسي معاملن تي هيءَ شاگرد جماعت، احتجاج ڪندي رهي ٿي. شهيد سرائي قربان کهاوڙ ۽ روپلو چوليائي به هن تنظيم جا مرڪزي عهديدار رهيا. هينئر هيءَ سنڌ جي نمائنده قومپرست شاگرد جماعت آهي جيڪا سنڌ جي اڪثر ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ سياسي جاڳرتا تي ڪم ڪري رهي آهي. سلسليوار "شاگرد آواز" ۽ "جساف" هن جا مرڪزي ترجمان مئگزين آهن. هن وقت جيئي سنڌ هلچل جي ڌڙن جيان هن جماعت جا به ساڳئي نالي سان ڌار ڌار گروپ سرگرم آهن جن جا مکيه اڳواڻ حفيظ پيرزادو، حبيب پتو ۽ ٻيا آهن.



# ببليوگرافي (ڪتابيات)


1. آڏواڻي، پيرومل مهرچند، ”سنڌ جي هندن جي تاريخ“. (ڀاڱو پهريون ۽ ٻيو)، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، 2006ع.
2. آڏواڻي، پيرومل مهرچند ” قديم سنڌ“، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 2007ع.
3. آشا ديال، ڊاڪٽر، ”سنڌ جا سنت“، شوڀا پبليڪيشن وشنداس آسراڻي، الهاس نگر 1982ع.
4. ابڙو، بدر، ”سنڌ جي جهنگلي جيوت“، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2009ع
5. ابڙو، بدر، ”ڪوهستان جو سفر“، ثقافت ۽ سياحت کاتو حڪومت سنڌ، 2009ع.
6. ابڙو، بدر، ”هنگلاج ۽ لاهوت“، سنگم پبليڪيشن، ڪراچي، 2008ع.
7. ابڙو، بدر، ”سنڌوءَ جو سفر“، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي 1989ع.
8. ابڙو، بدر، ”منڇرگورک گاج دنيا“ ، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد 2011ع.
9. ابڙو، بدر، ”علامه علي خان ابڙو علمي خدمتون“سنڌيڪا اڪيڊمي 2010ع.
10. اديب انقلابي، ”سنڌ جا عظيم ويچ“، سنڌي تحقيقي بورڊ، حيدرآباد، 1993ع.
11. اديب، محمد عثمان، ”ڏيپلي تعلقي جي تاريخ“، عثمان اديب يادگار ڪاميٽي، ميرپورخاص، 1993ع.
12. الانا، غلام علي، ڊاڪٽر، ”لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ“، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1977ع.
13. انڍڙ، عبدالوحيد، ڊاڪٽر، ”ملفوظات مالڪان المعروف گنجينه عرفان جو سنڌي ترجمو“، حافظ الملت اڪيڊمي خانقاه عاليه پرچونڊي، 2008ع.
14. انڍڙ، عبدالوحيد، ڊاڪٽر ’سکر ڈسٹي‘، سکر هسٽاريڪل سوسائٽي، مئي 2011ع.
15. انصاري، اشتياق، ”خيما ڪاهوڙين“، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 1998ع.
16. انصاري، اشتياق، ”جتي ماڻڪ ماڳ“ ، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2009ع.
17. انصاري، اشتياق، ”سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا“، ڀاڱو I، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2003ع.
18. انصاري، اشتياق، ”سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا“، ڀاڱو II، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2011ع.
19. انصاري، اشتياق، ”ڌرتي ماتا“، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2001ع.
20. اي، ايڇ ائيٽڪن/حسين بادشاهه، ”سنڌ گزيٽيئر“ ، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، 2006ع.
21. ايڇ، ٽي سورلي/عطا محمد ڀنڀرو ”ڀٽ شاهه“ سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، 2005ع.
22. ايم.ايڇ. پنهور، ”پيراڻتي سنڌ ڪٿا“، عمر سومرو اڪيڊمي، ڪراچي، 2011ع.
23. اين. جي. مجمدار/عطا محمد ڀنڀرو ”سنڌ ۾ قديم کنڊرن جي کوٽائي“، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو ، حيدرآباد 1997ع.
24. بخاري، حاڪم علي شاهه/محمد عثمان ميمڻ، ”بلوچستان جي قديم آثارن جي ڊائريڪٽري“، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2012ع.
25. بخاري، حاڪم علي شاهه/محمد عثمان ميمڻ، ”ڏيهي پرڏيهي ساز“، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 2011ع.
26. بخاري، حاڪم علي شاهه/محمد عثمان ميمڻ، ”ڏکڻ ايشيا جي هولين ۽ لپين جي ڊائريڪٽري“، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2010ع.
27. بخاري، حاڪم علي شاهه/محمد عثمان ميمڻ، ”سنڌ جي قديم آثارن جي ڊائريڪٽري“، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2008ع.

28. بخاري، حاڪم علي شاھ/محمد عثمان ميمڻ، ”سنڌ جي قديم آثارن جي ڊائريڪٽري“، ڀاڱو ٻيو، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد (قلم صورت ۾)

29. بخاري، حاڪم علي شاھ/محمد عثمان ميمڻ، ”سنگيت سنسار“ (فرهنگ موسيقي)، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2008ع.

30. بخاري، سيد گل محمد شاھ، ’شهدادڪوٽ جا قلمڪار ۽ شاعر‘، شهدادڪوٽ علمي ادبي تنظيم، 2000ع.

31. بدوي، بيدل مسرور، ”رانول رمزن وارو“، بيدل يادگار ڪاميٽي، 2011ع.

32. بدوي، لطف الله، ”ڪنڊڙيءَ وارن جو ڪلام“ (روحل فقير ۽ مراد فقير) سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 2006ع.

33. بروهي، داد محمد خادم، ڊاڪٽر، ”منڙا مارو“، ڪيرٿر پبليڪيشن جيڪب آباد 2002ع.

34. بکري، مير معصوم / مخدوم امير احمد، ”تاريخ معصومي“، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2006ع.

35. ٻُلو مومن، ”چارلس نيپيئر ڪان محمد ميان سومري تائين“، پاڪستان هيريٽيج پرزرويشن اينڊ پروموشن سوسائٽي (PHPPS)، حيدرآباد، 2003ع

36. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”اردو سنڌي لغت“، (ڇاپو ٻهريون ۽ ٻيو)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1989ع.

37. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”ٻيلاين جا ٻول“، سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، 2008ع.

38. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”پروليون ڏئون، معمائون ۽ ٻول“، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2007ع.

39. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”رهاڻ هيرن ڪاڻ“ (جلد ٽيون)، مهراڻ اڪيڊمي، شڪارپور، 2003ع.

40. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”رهاڻ هيرن ڪاڻ“ (جلد اٺون)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 2007ع.

41. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”رهاڻ هيرن ڪاڻ“ (جلد نائون)، سنڌ ماڻڪ موتي تنظيم، حيدرآباد، 2010ع.

42. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”سنڌي موسيقيءَ جي مختصر تاريخ“، شاھ عبداللطيف ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاھ، 2003ع.

43. بلوچ، نبي بخش خان، ”سچڻ سارينديِ“ (ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جا لکيل خط)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 2005ع.

44. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”سنڌ جي مڇي“، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 1993ع.

45. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”جامع سنڌي لغت“ (ٽيئي ڀاڱا)، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2005ع.

46. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”سنڌي ٻوليءَ جو اڳاٽو منظوم ذخيرو“، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 1993ع.

47. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”سنڌي موسيقيءَ جي مختصر تاريخ“، شاھ عبداللطيف ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاھ، حيدرآباد، 2003ع.

48. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”سومرن جو دور“، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2006ع.

49. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”قاضي قادن جو رسالو“، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1999ع.

50. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”لطيف سالگره مخزن“، شاھ عبداللطيف ڀٽ شاھ ثقافتي مرڪز حيدرآباد/ڀٽ شاھ، 1975ع.

51. بلوچ، نبي بخش خان، مرتب ”چچ نامو“، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2007ع.

52. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”شاھ لطف الله قادريءَ جو ڪلام“ (ڇاپو ٻيو)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 2004ع.

53. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”سنڌ جي مڇي“ (ڪاري جي مڇيءَ جو مطالعو)، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، حيدرآباد، 1995ع.

54. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”سنڌ جي مڇي“ (مٺي جي مڇيءَ جو مطالعو)، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، حيدرآباد، 1995ع.

55. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”سومرن جو دؤر“، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2006ع.

56. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”شاھ شريف ڀاڏائي جو رسالو“، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1972ع.

57. بلوچ، عنايت، مصنف/ايڊورڊ گبن، ”روم جي شهنشاهت جو زوال ۽ خاتمو“، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 2010ع.

58. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر/مير علي شير قانع ٺٽوي، ”تحفة الڪرام“، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2004ع.

59. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر "لوڪ گيت"، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2006ع.

60. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر "شاهه جو رسالو- شاهه جو ڪلام، (جلد پهريون)"، شاهه عبداللطيف ثقافتي مرڪز ڪاميٽي، ڀٽ شاهه، 1989ع.

61. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر "شاهه جو رسالو- شاهه جو ڪلام، (جلد ٻيو)" شاهه عبد اللطيف ثقافتي مرڪز ڪاميٽي، ڀٽ شاهه، 1992ع.

62. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر "شاهه جو رسالو- شاهه جو ڪلام، (جلد ٽيون)" شاهه عبد اللطيف ثقافتي مرڪز ڪاميٽي، ڀٽ شاهه، 1994ع.

63. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر "شاهه جو رسالو- شاهه جو ڪلام، (جلد چوٿون ۽ پنجون)" تحقيقي رٿا ۽ اشاعت، حيدرآباد، 1997ع.

64. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر "شاهه جو رسالو شاهه جو ڪلام، (جلد ڇهون)"، آءِ آءِ قاضي رسالو تحقيقي رٿا ۽ اشاعت، حيدرآباد، 1995ع.

65. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر "شاهه جو رسالو- شاهه جو ڪلام، (جلد ستون)، "آءِ آءِ قاضي رسالو تحقيقي رٿا ۽ اشاعت، حيدرآباد، 1998ع.

66. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر "شاهه جو رسالو- شاهه جو ڪلام، سڄو سربستو صحيح رسالو (جلد اٺون ۽ نائون)"، آءِ آءِ قاضي رسالو تحقيقي رٿا ۽ اشاعت، حيدرآباد، 1999ع.

67. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر "شاهه جو رسالو شاهه جو ڪلام، (جلد ڏهون)، " آءِ آءِ قاضي رسالو تحقيقي رٿا ۽ اشاعت، حيدرآباد، 1997ع.

68. ٻرڙو، خير محمد سيوهاڻي، "سيوهڻ صدين کان"، مراد پبليڪيشن سيوهڻ شريف، 2009ع.

69. ٻرڙو، رياضت، "قنبر: هڪ اڀياس"، ڊاڪٽر محبت اڪيڊمي قنبر 2006ع.

70. ٻرڙو، خير محمد سيوهاڻي، "ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا"، مراد پبليڪيشنز سيوهڻ، 2005ع.

71. ٻرڙو، ڪوثر "فن ۽ فنڪار"، ثقافت کاتو حڪومت سنڌ، ڪراچي، 2007ع.

72. ڀاڳت، اياز، "سنڌ ۾ رهندڙ ذاتيون، قومون ۽ قبيلا "، مهراڻ پبليشرز، ڪراچي، 2010ع.

73. ڀٽو، نور محمد، "ڀٽو خاندان"، سچ پبليڪيشن، حيدرآباد، 2010ع.

74. ڀٽو، نور محمد، "ڀٽو خاندان (ڀاڱو: ٻيو)"، سچ پبليڪيشن، حيدرآباد، 2009ع.

75. ڀٽو، نور محمد، "حيدرآباد جي مختصر تاريخ"، سچ پبليڪيشن، حيدرآباد، 2010ع.

76. ڀٽو، نور محمد، "سنڌ جا تعليمي ماهر"، (ڀاڱو ڇهون)، سچ پبليڪيشن، حيدرآباد، 2010ع.

77. ڀٽو، نور محمد، "وساريان نه وسرن"، سچ پبليڪيشن، حيدرآباد، 2005ع.

78. ڀٽي، محمد عثمان، "ملهه ۽ ملاکڙا"، نيشنل بڪ فائونڊيشن نومبر 1985ع.

79. ڀٽي، عبدالستار، "لاڙڪاڻو- امر شخصيتون"، لاڙڪاڻو ريسرچ اڪيڊمي، لاڙڪاڻو 1998ع.

80. ڀنڀرو، عطا محمد، "ٺٽي جا ڪاتب"، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2004ع.

81. تاج صحرائي، پٿي لوڪ، (رگويد جي دؤر جا سنڌي وڻجارا ناڪئا)، سنڌ ايجوڪيشن ٽرسٽ حيدرآباد، 1996ع.

82. تاج صحرائي، "سنڌو تهذيب" ڪيرٿر پبلشرز دادو، 1989ع.

83. تميمي، رسول بخش، "ٺٽو صدين کان"، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، 2003ع.

84. ٽالپر، شير محمد، "تن لڌي لال" ( نقشبندي بزرگن جي سوانح حيات)، لنواري شريف ادبي بورڊ ڪميٽي، مارچ 1999ع.

85. ٺٽوي، مير علي شير قانع، "معيار سالڪان طريقت" سنڌي ادبي بورڊ ڪراچي، 1957ع.

86. ٺٽوي، مير علي شير قانع، "مقالات شعراءَ" سنڌي ادبي بورڊ ڪراچي، 1957ع.

87. ٺٽوي، حاجي محمد حسين صفائي، مترجم: عبدالرسول قادري ڊاڪٽر "تذڪرت المراد" سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 2006ع.

88. پناهڻ، ڊاڪٽر ممتاز، "سنڌ-عرب دؤر" (جلد ٽيون)، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، جولاءِ 2009ع.

89. پناهڻ، آغا نور محمد، "سنڌ سڃاڻ سگهڙ ڊائريڪٽري"، سنڌ سڃاڻ سگهڙ لوڪ ادب تنظيم، ڪراچي، 2005ع.

90. پناهڻ، ممتاز حسين، ڊاڪٽر، تاريخ سنڌ "عرب دؤر" (جلد ٽيون)، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 2009ع.

91. پليجو عبدالحئي، "عالمي عجائبات"، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2004ع.

92. پيرزادو انور، "جديد سنڌي ادب" انور پيرزادو اڪيڊمي، ڪراچي، 2010ع.

93. جروار محمد خان ، "زرعي سائنس" سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد، 2011ع.

94. جوڻيجو تنوير، "سماجيات جا اصول" انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄامشورو 1981ع.

95. جوڻيجو عبدالجبار، ڊاڪٽر ’زنبيل‘، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو 2012ع

96. جوڻيجو عبدالجبار، ڊاڪٽر "سرائيڪي شاعري" (هڪ مطالعو)، لاڙ ادبي سوسائٽي بدين، 1999ع.

97. جوڻيجو عبدالجبار، ڊاڪٽر "سنڌي ادب جي تاريخ"، جلد ٽيون، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2006ع.

98. جوڻيجو عبدالجبار، ڊاڪٽر "ڪنمال"، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄامشورو 2002ع.

99. جوڻيجو عبدالقادر، ’در در جا مسافر‘، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو 2010ع.

100. جويو تاج، "دُنيا جون عظيم انقلابي عورتون"، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو 1989ع.

101. جويو محمد ابراهيم، "وحشي جيوت جا نشان"، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو 1994ع.

102. ڄامڙو ڪمال، "سنڌوَ جا گيت"، ثقافت ۽ سياحت کاتو حڪومت سنڌ، ڪراچي، 2008ع.

103. ڄامڙو ڪمال، "سنڌي ثقافت جا امر آواز"، ثقافت ۽ سياحت کاتو حڪومتِ سنڌ، ڪراچي، 2003ع.

104. چاچڙ شوڪت/ميرزا صفدر، "گنج"، (الف-ب وار)، شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر ڪراچي يونيورسٽي، 2012ع.

105. چانڊيو خادم حسين، "مارو جي مليرجا"، گنج بخش ڪتاب گهر حيدرآباد، 2004ع.

106. چانڊيو حڪيم عبدالحميد، خليفو "نواب سرغيبي خان چانڊيو"، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو 2006ع.

107. چانڊيو خادم حسين، "سنڌ سچي سرهاڻ"، روشني پبليڪيشن، 2011ع.

108. چنا، محبوب علي سيوهاڻي، پروفيسر "مخدوم نوح سرور رح جا سهيوڳي"، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو 1991ع.

109. حامي، عطا محمد، ڊاڪٽر "خيرپور جي ميرن جو ادب، سياست ۽ ثقافت ۾ حصو"، ثقافت کاتو سنڌ، 2009ع.

110. حسين بادشاهه، "حيدرآباد جي تاريخ"، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو 2003ع.

111. حڪيم محمد جعفر/حڪيم نياز همايوني، "فرهنگ جعفري"، (جلد پهريون)، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، ڇاپو پهريون، 1960ع.

112. حڪيم محمد جعفر/حڪيم نياز همايوني، "فرهنگ جعفري"، (جلد ٻيو)، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، ڇاپو پهريون، 1960ع.

113. حڪيم محمد جعفر/حڪيم نياز همايوني، "فرهنگ جعفري"، (جلد ٽيون)، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، ڇاپو پهريون، 1961ع.

114. خداداد خان، خانبهادر، "لُب تاريخ سنڌ"، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، حيدرآباد، 1994ع.

115. خواجه، نور افروز، ڊاڪٽر "ورهاڱي کان پوءِ سنڌي ناول جي اوسر"، شيخ شوڪت علي اينڊ سنز ڪراچي، 2010ع.

116. خواجه، نور افروز، ڊاڪٽر "مشڪ ڪٿوريءَ مَٽ"، گنج بخش ڪتاب گهر حيدرآباد، 2010ع.

117. خواجه نور افروز، ڊاڪٽر ’پائي پٽ ڪٿا‘، گنج بخش ڪتاب گهر حيدرآباد، 2005ع.

118. خواجه، عزت خاتون، "سماجياتي فڪر جو اڀياس"، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1996ع.

119. داني، احمد حسن/ڊاڪٽر عطا محمد ڀنڀرو، "ٺٽي جا قديم اسلامي يادگار"، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2004ع.

120. دادا سنڌي، "سنڌ گهمندڙ سيلاني"، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2009ع.

121. دائودپوٽو عبدالغفار گوهر "نفسيات ۽ تعليم"، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2003ع.

122. دين محمد وفائي، "تذڪره مشاهير سنڌ"، (ٽئي ڀاڱا)، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2004ع.

123. ڏامراهو بدر، "لطيفي انسائيڪلوپيڊيا"، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، 2007ع.

124. ڏاهر شاهنواز، "قديم سنڌ"، سنڌيانا پبلشرز حيدرآباد، 2005ع.

.125 ڏوڏيجا، لوڪرام، ”منهنجو وطن منهنجا ماڻهو“، سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، 2007ع.

.126 راٺوڙ، رائچند هريجن، ”تاريخ ريگستان“، (ڀاڱو پهريون ۽ ٻيو)، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2005ع.

.127 راشدي، پير حسام الدين، ”ڳالهيون ڳوٺ وڻن جون“، نيو فيلڊس پبليڪيشن، حيدرآباد، 2006ع.

.128 راشدي، پير علي محمد، ”اهي ڏينهن اهي شينهن“، (ٽي جلد) سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 1993ع.

.129 راشدي، پير حسام الدين، ”تذڪره امير خاني“، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2005ع.

.130 راشدي، پير حسام الدين، ”مير محمد معصوم بکري“، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد سنڌ، 1979ع.

.131 راشدي، پير حسام الدين، ”مڪلي نامو“، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 1994ع.

.132 رانجهاڻي، عزيز، ”سنڌ جون ڍنڍون“، ڪويتا پبليڪيشن، حيدرآباد، 2011ع.

.133 رڪڻائي، الهنواز، ”سنڌي ٻوليءَ جو درياهي لهجو“، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2007ع.

.134 رڪڻائي، الهنواز، ”دادو سنڌ جي دل“، شمس پبليڪيشنز مورو، 2004ع.

.135 زرداري، محمد لائق، پروفيسر، ”تاريخ ضلع نوابشاهه“، هسٽاريڪل ائنڊ ڪلچرل سوسائٽي، مورو، 2001ع.

.136 سخيراڻي، عادل، ”سنڌ جون رانديون“، سيف الملوڪ لائبريري، دادو، 2010ع.

.137 سدارنگاڻي، پمو، ’رانديون‘، ٻارڙن جي ٻاري، 1946ع.

.138 سميجو آزاد عبدالڪريم، مولانا، ”قصص الانبياءَ“، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2004ع.

.139 سنائي، ناز، ”ڏکيون جان نہ مڙن“، (انٽرويو)، سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، 1996ع.

.140 سنديلو عبدالڪريم، ڊاڪٽر، ”لوڪ ادب جو تحقيقي جائزو“، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1986ع.

.141 ”سنڌ جي تاريخ“، محمد شجاع احمد سانوڻائي جو قلمي نسخو (محمد عثمان ميمڻ لائبريري، دادو).

.142 سومرو، مظهر الدين، ڊاڪٽر، ”تحريڪ آزادي ۾ سنڌ جي عالمن جو حصو“، نقش پبليڪيشن، ڪراچي، 2008ع.

.143 سومرو، شير محمد، ”والي بال ڪان شوٽنگ بال تائين“، ميڊيا پلس پبليڪيشن، حيدرآباد، 2002ع.

.144 سومرو، شهيد، ”ڏنم، ٻڌم، پڙهيم، لکيم“، رفتار پبليڪيشن، ڪوٽڙي، 1995ع.

.145 سومرو، سومار علي، ”عظيم سائنسدان“، نسيم بُڪ ڊپو، حيدرآباد، 1995ع.

.146 سومرو عبدالخالق ’راز‘، ڊاڪٽر، معاون: نقش ناياب منگي، ”شڪارپور صدين کان“، شڪارپور ڊسٽرڪٽ هسٽاريڪل سوسائٽي، شڪارپور، 1988ع.

.147 سومرو، غلام رسول اڪرام، پروفيسر، ”معارف حافظ الملت“، حافظ الملت اڪيڊمي، خانقاهہ عاليہ پرچونڊي شريف ڏهرڪي، ضلعو گهوٽڪي، 2001ع.

.148 سومرو عمر، مصنف: ايم. ايچ پنهور، ”پيرائتي سنڌ ڪٿا“، عمر سومرو اڪيڊمي، ڪراچي، 2011ع.

.149 سولنگي، محمد عرس، ’اظهر‘، ”دادو تعلقي جو ماضي ۽ حال“، سرحڻهار پبليڪيشن، دادو، 2006ع.

.150 سولنگي، غلام مصطفيٰ، ”سنڌيءَ ۾ ٻاراڻي شاعريءَ جي اينٿالاجي“، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2006ع.

.151 سيال، رحيم، ”مورو ۽ خيرپور جو ورهاڱي کانپوءِ سنڌي ادب جي فروغ ۾ حصو“، سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، 2006ع.

.152 سيد، جي، ايم، ”جنب گذاريم جن سين“، (ٻہ ڀاڱا)، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو، ٽيون ڇاپو، نومبر 2005ع.

.153 سيد، جي. ايم، ”جديد سياست جا نو رتن“، سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، 1999ع.

.154 سيد، جي.ايم، ”سنڌ جا سورما“، ماروي اڪيڊمي، سڪرنڊ/حيدرآباد، 2001ع.

.155 سيد، جي، ايم، ”سنڌوَ جي ساڃاهہ، جي ايم سيد، اڪيڊمي، دادو، 2000ع.

156. سيد، ضيا شاهه/ منير شاهه، ”ڏونگر سي ڏوريندين“، جي ايم سيد فائونڊيشن، ڪراچي، 1998ع.

157. شري راج گوپال/ حسين بادشاهه، ”رامائڻ“، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، 2004ع.

158. شهواڻي، غلام محمد، ”شاهه جو رسالو“، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2004ع.

159. شمشيرالحيدري، ”سجاڳ سانگهڙ“، سانگهڙ، 1974ع.

160. شيخ، الطاف، ”هلي ڏسجي هندستان“ (سفرنامو)، ڪويتا پبليڪيشن، حيدرآباد، 2010ع.

161. شيخ، حڪيم نذيراحمد، ”بيمارين جا سبب ۽ جديد طبي علاج“، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2004ع.

162. شيخ، محمد اعظم بن محمد شفيع ٺٽوي، مترجم: عبدالرسول قادري، ڊاڪٽر، ”تحفة الطاهرين“، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2006ع.

163. شيخ، محمد سومار، ”بدين ضلعي جو مطالعو“، لاڙ ادبي سوسائٽي، بدين، 1982ع.

164. شيخ، محمد سومار، ”سنڌ جا زيور“، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1989ع.

165. شيخ، محمد سومار، ”ڪڇ جو رڻ“، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، حيدرآباد، 2006ع.

166. شيخ، محمد يوسف، ”لاڙڪاڻو تاريخ جي آئيني ۾“، لاڙڪاڻو ڊسٽرڪٽ هسٽاريڪل سوسائٽي، لاڙڪاڻو 2002ع.

167. صائب، عبدالقيوم، ”ڏڪندو ڏور ٿئي“، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 1995ع.

168. صائب، عبدالقيوم، ”پيرن سنديون پاٽيون“، بهار پبليڪيشن، سانگهڙ، 1963ع.

169. صديقي، حبيب الله، ڊاڪٽر، ”انسان جي تاريخ“ (ٻه حصا)، حبيب صديقي اڪيڊمي، ڄامشورو، 2002ع.

170. صديقي، غلام حيدر، ”ٺٽي ڪنڌ ۾ ڊرامي جي تاريخ“، ثقافت ۽ سياحت کاتو، حڪومت سنڌ، 2008ع.

171. صديقي، محمد حنيف/رچرڊ برٽن، ”سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ وسندڙ قومون“، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 1995ع.

172. طاهر زادو، ولي محمد، ”سنڌ جو لوڪ ثقافتي ورثو“، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2007ع.

173. طاهر زادو، ولي محمد، ”سنڌ ديس جون رانديون“، حصو پهريون ۽ ٻيو سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2006ع.

174. عباسي، اسلم، ”ضلعو نوشهرو فيروز تاريخ جي آئيني ۾“، نوشهرو فيروز سيمينار ڪاميٽي، 2001ع.

175. عباسي، اسلم، ”ضلعو نوشهرو فيروز“، نوشهرو فيروز سيمينار ڪاميٽي، 2007ع.

176. عباسي، اسلم، ”مورو تاريخ ۽ ثقافت“، سنڌ رويو پبليڪيشن، ڪراچي، 2011ع.

177. عباسي، ظفر، ”سنڌيءَ ۾ شاعريءَ جون صنفون ۽ صنعتون“، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2007ع.

178. عرساڻي، محمد اسماعيل، ’ڊزن ڊايالاگ‘، آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس، 1966ع.

179. فقير عبدالرسول قادري، ”ماڻڪ موتي لال“، ذاڪري پبليڪيشن، نوابشاهه، 2011ع.

180. فهميده حسين، ڊاڪٽر، ”دنيا جون شاعر عورتون“، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2006ع.

181. قاضي،آزاد، ”شهيد دولهه دريا خان“، لاکو ڦلاڻي پبليڪيشن، ڪراچي، 2010ع.

182. قاضي، علي احمد، ڊاڪٽر ”جنرل سائنس“، (ٽيون ڇاپو)، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2005ع.

183. قاضي، منظرحيات، ”هڪڙو پيارو ماڻهو“، سنڌڙي ڪتابي سلسلو رتوديرو، 1992ع.

184. قاضي، علي احمد، ڊاڪٽر ”جنرل سائنس“، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 1974ع.

185. قادري، اياز حسين، ”سنڌي غزل جي اوسر“، (ڀاڱو پهريون)، (پي. ايڇ. ڊي لاءِ پيش ڪيل ٿيسز جو مقالو 1982ع)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1984ع.

186. قادري، عبدالرسول، ”سنڌ جا ڪتبخانا“، مهراڻ اڪيڊمي، واڳنوڊر، شڪارپور، 2008ع.

.187 قريشي، حامد علي خانائي، ڊاڪٽر/مرتب: بشير احمد هيسباڻي، "مقالات خانائي، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو 2006ع.

.188 قريشي، حامد علي خانائي، "تذڪره ڪوٺائي سادات روهڙي"، ساهتي ادبي اڪيڊمي، نواب شاهه 1998ع.

.189 ڪلمتي، گل حسن، "سنڌ جي مارئي: ڪراچي"، ڪاڇو پبليڪيشن، ڪراچي، 2008ع.

.190 ڪلهوڙو، دين محمد، "قنبر-شهدادڪوٽ ضلعو"، ڊسٽرڪٽ هسٽاريڪل سوسائٽي، قنبر شهداد ڪوٽ، 2011ع.

.191 ڪوريجو، حافظ عبدالستار، "سنڌ جون رياستون ۽ شهر"، روپاهي، ڪوريجا پبليڪيشن، لاڙڪاڻو 2011ع.

.192 ڪتري، محمد يوسف حڪيم، "علم الادويہ لطيفي"، (جلد ٻيو)، لطيفي طبي اڪيڊمي، ٽنڊو محمد خان، 2006ع.

.193 ڪوسو، عبدالوهاب، "سنڌ جون ڀاڄيون ۽ مصالحا"، سنڌ زرعي يونيورسٽي، ٽنڊو ڄام، 1979ع.

.194 گربخشاڻي، هوتچند مولچند، ڊاڪٽر، "روح رهاڻ"، مڪتبہ اسحاقيہ، ڪراچي، 1933ع.

.195 گل محمد گاد، "لاڙڪاڻو ساهه سيباڻو"، ميونسپل ايمپلائيزيونين، لاڙڪاڻو 1984ع.

.196 لغاري، اڪبر، "سنڌي ادب جو مختصر جائزو"، نيو فيلڊس پبليڪيشن، ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد، 1999ع.

.197 لغاري، اڪبر "عمر ڪوٽ ايامن ڪان"، ضلعي حڪومت عمر ڪوٽ، 2010ع.

.198 لغاري، اڪبر، "ڪوي عمر ڪوٽ جا"، ضلعي حڪومت عمر ڪوٽ، 2010ع.

.199 لاکو حڪيم غلام رسول، "آسان طبي نسخا"، مهراڻ اڪيڊمي، شڪارپور، 2010ع.

.200 لاکو حڪيم غلام رسول، "فن دوا سازي"، مهراڻ اڪيڊمي، شڪارپور، 2008ع.

.201 لاکو غلام رسول، حڪيم، "الطبيب"، (ڀاڱو ٻيو)، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 2007ع.

.202 محمد صديق مسافر، "سنڌ جي تاريخ"، (ڀاڱو پنجون)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سنڌ يونيورسٽي، ڄامشورو، 2008ع.

.203 مانجهي، محمد علي، ڊاڪٽر، "ننگر ٺٽو: هڪ مطالعو"، ثقافت کاتو حڪومت سنڌ، 2010ع.

.204 مانجهي، محمد علي، "صوفي شاهه عنايت شهيد ۽ سندس سلسلي جا شاعر"، ثقافت کاتو حڪومت سنڌ، 2010ع.

.205 مٽائي، وي.جي، "جهانيان خاندان"، (ڇاپو ٻيو)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 2003ع.

.206 مغل، سڪندر، ڊاڪٽر، "ڏاهپ جو اُپاءُ"، سنڌو دوست پبلشرز، ڪراچي، 2002ع.

.207 مجيداڻو اسلام الدين، ڊاڪٽر، "ٻوٽن جي واڌ ويجهه"، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، حيدرآباد، 1994ع.

.208 مجيداڻو اسلام الدين، ڊاڪٽر، "سنڌ جا ميوا"، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، حيدرآباد، 2003ع.

.209 محمد بخش واصف، "تذڪرة الشعراءِ"، آر-ايڇ احمد ائنڊ برادرس، بوڪسيلرس ۽ پبلشرس، حيدرآباد، 56-1955ع.

.210 محمد صلاح الدين، "پٽاليني، راوڙ ۽ پالي"، زين پبليڪيشن، ڪراچي، 2010ع.

.211 مخدوم، جميل الزمان، "تذڪره مخدومان هالا"، طالب المولىٰ اڪيڊمي، هالا، 2001ع.

.212 مرزا، قليچ بيگ، "رياست خيرپور"، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 2007ع.

.213 مرزا، قليچ بيگ شمس العلماءِ، "تحفة النسوان"، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2006ع.

.214 مرزا، قليچ بيگ، "قديم سنڌ جا ستارا"، ناز سنائي فائونڊيشن، حيدرآباد، 2001ع.

.215 مرزا، قليچ بيگ، "قديم سنڌ ۽ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو"، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، 1981ع.

.216 مرزا، مراد علي/ڊاڪٽر رٽ فاءِ، "منهنجي حياتي، منهنجو نياپو"، فيونڪس بوڪس، ڪراچي، 2007ع.

.217 مرزا، ممتاز، "سنڌ صدين ڪان"، شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز 1982ع.

.218 محمد صديق، مسافر، "سنڌ جي تاريخ" (ڀاڱو پنجون)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 2008ع.

.219 مگسي، ابو بڪر خان، "اسلامي فلسفو ۽ تصوف"، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2002ع.

.220 مگسي، ڏٽي بخش، "دادو منهنجون يادون"، مسز نجم النساءِ مگسي، دادو، 2005ع.

